# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

(جلد نائون)

## سنڌ نمبر




چيف ايڊيٽر


پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين





سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ

# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورهه· ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

(جلد نائون)

## سنڌ نمبر

چيف ايڊيٽر ۽ نگرانِ اعليٰ

**پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين**




سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ

2015ع

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي اشاعتي سلسلي جو ڪتاب نمبر- 227



ڪتاب جو نالو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد نائون، سنڌ نمبر
ڇاپو پهريون: مارچ، 2015ع
ڇپيندڙ: پاڪيزه پرنٽرن گاڏي کاتو حيدرآباد، سنڌ
ڇپائيندڙ: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ
تعداد: 1000
مُلهه: 1600/- روپيا

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو هي جلد نائون، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري، تاج جويي، اداري جي آفيس، حيدرآباد، سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

Catalogue Reference
Encyclopaedia Sindhiana: Volume: IX
(Sindh Edition)
Sindhi Language Authority,
Hyderabad, Sindh, Pakistan

ISBN: 978-969-625-002-9

Encyclopaedia Sindhiana: Volume: IX (Sindh Edition)



First Edition: March 2015
Quantity: 1000
Price: Rs.1600/-
*Printed by:* Pakiza Printers, Gadi Khato, Hyderabad, Sindh
*Published by:* Taj Joyo, Secretary, Sindhi Language Authority,
National Highway, Hyderabad, Sindh, Pakistan.
Phone: 92-22-9240050/53, Fax: 92-22-9240051
Website: www.encyclopediasindhiana.org, www.sindhila.org
E-mail: sindhianacell@gmail.com, sindhila@yahoo.com

## مختلف مواد موڪليندڙ مهربان

- ڊاڪٽر انور فگار هَڪڙو (ڄامر شورو)
- ڊاڪٽر محمد علي مانجهي (ٺٽو)
- ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو (جيڪب آباد)
- عبدالله خان جيسر (لليا پٽڻ، مورو)
- پروفيسر سرور سيف (پنو عاقل)
- پروفيسر فدا حسين مگڻهار (دادلوءِ)
- حڪيم غلام رسول لاکو (مورو)
- نفيس احمد شيخ (حيدرآباد)
- استاد لغاري (ڪپرو)
- عزيز رانجهاڻي (جوهي)
- ڊاڪٽر لياقت مگسي (دادو)
- خير محمد ٻرڙو سيوهاڻي (سيوهڻ)
- عبدالجبار ’عبد‘ (شڪارپور)
- مفتون ڪورائي (گهوٽڪي)
- محمد عثمان عباسي (چنهياڻي/ڪنديارو)
- سارنگ درس (جهمپير)
- واحد پارس هيسباڻي (حيدرآباد)
- دليپ ڪرمچند (چيلهار)
- انجنيئر ميان شفيق احمد مهيسر (ڪمال ديرو)
- ڊاڪٽر مخمور بخاري (هالا)
- اشتياق انصاري (حيدرآباد)
- شفقت حسين وڌو (شهدادڪوٽ)
- پروفيسر نور احمد جنجهي (ٿرپارڪر)
- اختر درگاهي (روهڙي)
- مخدوم سليم الله صديقي (حيدرآباد)
- محمد علي ڏيپلائي (حيدرآباد)
- محمد حسن وساڻ (سانگهڙ)
- اُستاد امير علي: راڳي (حيدرآباد)
- حافظ سخي محمد مهراڻ (سانگهڙ)
- مرزا منظور علي بيگ (حيدرآباد)
- نور محمد پٽو (حيدرآباد)
- محمد عرس اظهر سولنگي (دادو)
- غلام نبي ناشاد (خانواهڻ)
- هيمون ڪالاڻي (لاڪا روڊ)
- ضراب حيدر (ريسرچ اسسٽنٽ، اٿارٽي)
- ناصر قاضي (ريسرچ اسسٽنٽ/ اٿارٽي)

ان ڪانسواءِ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي رسورس سينٽر (لائبريءَ) مان انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا لاءِ ڪتابي مدد ورتي وئي آهي.

### ڪمپيوٽر گرافڪس ۽ ڪمپوزنگ

**تولارام سوٿهڙ**
**عرفان علي ميمڻ**
**رحيم پاشا خواجہ**

### اشاعتي نگراني

**امين لغاري**
ڊائريڪٽر پبليڪيشن ۽ پراڊڪشن بيورو

**خالد آزاد**
پبليڪيشن آفيسر

### مارڪيٽنگ شعبو

**محمد ابراهيم ڪنير**
مارڪيٽنگ مينيجر

**فياض احمد ميمڻ**
سيلز اسسٽنٽ

## ارپنا

پير حسام الدين راشديءَ

جي نالي

جنهن سنڌ جي تاريخ تان

صدين جي دز هٽائي،

ان جو روشن ۽ تابناڪ چهرو

سنڌ کي ڏيکاريو.

- ادارو




نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورھ ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ کيڙو، تعلقو رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلو، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس


اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برھ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 3919786 – 0344

3404488 – 0300

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

# ناشر پاران

سنڌ، عظيم ۽ امر سنڌ جو اتهاس قبل از تاريخ کان لکيل تاريخ تائين هزارين سالن تي مشتمل آهي. ان جي جاگرافيائي وسعت، سنڌو تهذيب جي پري پري تائين پکڙيل اهڃاڻن جي بنياد تي. موجوده سرحدن کان گهڻي گهڻي فاصلي تائين پکڙيل ڏسڻ ۾ اچي ٿي. ان جو شاهوڪار ڪلچر، هر دور ۾ تبديلين جي باوجود پنهنجي اندر جي سونهن کي قائم رکندو آيو آهي، جنهن جو تسلسل سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۾، شهرن توڙي ٻهراڙين ۾ ڏسي سگهجي ٿو. سنڌي ٻولي، هزارين سالن کان قائم ۽ دائم بڻائتي اصلوڪي ٻولي آهي، جنهن ڪيترين ئي ٻولين جا لفظ قبول ڪيا آهن، جن ۾ سنسڪرت، عربي، فارسي، هندي، ترڪي، اردو، انگريزي وغيره شامل آهن، پر انهن کي پنهنجي مضبوط وياڪرڻي قالب ۽ سٽاءَ ۾ آڻي، پنهنجو ساءُ ۽ سُياءُ ڏنو ۽ پاڻ به ڪيترين ٻولين تي اثر ڇڏيا آهن. سنڌي ٻوليءَ جو ادب، ننڍي کنڊ جي سمورين ٻولين ۾ اعليٰ معيار جو رهيو آهي. انگريزن جي دور ۾ ننڍي کنڊ ۾ صرف بنگالي ۽ سنڌي ٻوليون ئي اهڙيون هيون، جن جي ڪلاسيڪي ادب کي مڃتا حاصل ٿي ۽ 'شاهه جو رسالو' ڇپرايو ويو. جيڪو سنڌي ٻوليءَ کي وڏيڪ مانائتو بنائڻ جو سبب بڻيو. ان ڪانپوءِ به سنڌي ٻولي مسلسل ترقي ڪندي رهي آهي، ۽ ادب جي هر صنف ۾ هزارين ڪتاب ڇپجي رهيا آهن. ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجيءَ ۾ به اڳڀرائي حاصل ٿي آهي. اڄ ان ۾ سموريون جديد ايپليڪيشنز ٺهي رهيون آهن. صحافت جي ميدان ۾ هاڻي سمورن ماس ڪميونيڪيشن جي اشاعتي ۽ اليڪٽرانڪ ذريعن ۾ سنڌي تمام اڳڀيان آهي ۽ ويهن کان مٿي روزاني اخبارن، لاتعداد هفتيوار ۽ پندرهن وار اخبارن، ڪيترن رسالن ۽ مخزنن کانسواءِ سنڌ ۾ لڳ ڀڳ ڇهن کان وڌيڪ سيٽلائيٽ چئنل موجود آهن.

سنڌ جي سياست جا به پنهنجا رنگ ۽ ڍنگ رهيا آهن، مختلف ادارا، تحريڪون ۽ شخصيتون، پنهنجو پنهنجو ڪردار ادا ڪندا رهيا آهن. ان کانسواءِ به گهڻو ڪجهه 'سنڌ' جي حوالي سان گڏ ڪري 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا' جو هيءُ هڪ ڊار جلد تيار ڪري ڏئي رهيا آهيون ته جيئن ترت حوالاجاتي مواد پڙهندڙن کي ملي سگهي. گذريل اٺن (8) جلدن ۾ 'س' اکر جا ٻه جلد اڳ ۾ ئي اچي چڪا آهن. هيءُ نائون جلد به ان ترتيب ۾ ئي ايندو. پر هن جو حوالو صرف ۽ صرف 'سنڌ' آهي.

هن ڪانپوءِ 'ش' اکر جو جلد به تيار ٿي چڪو آهي، جنهن ۾ هوندئن ته گهڻائي اهم موضوع آهن. پر ان جو سڀ کان وڏو حصو، سنڌ جي سداحيات سهڻي شاعر ۽ مفڪر شاهه عبداللطيف جي زندگيءَ، شاعريءَ ۽ ساڻس منسوب حوالن تي مشتمل آهي. ان ڪري اهو به تمام اهم جلد هوندو. هي نائون جلد، ٻين جلدن جي ڀيٽ ۾ گهڻو وقت وٺي ويو. ان جا ڪيئي ڪارڻ آهن، جن مان پهريون ته اهو ته سنڌ جي تاريخ جي مواد لکڻ يا ايڊٽ ڪرڻ جي ذميواري محترم ڊاڪٽر غلام محمد لاکي جي حوالي هئي، جنهن کي دل جي تڪليف ٿيڻ ڪري ڪجهه

وقت ڊاڪٽرن آرام جو مشورو ڏنو ۽ ان موضوع تي بيو ڪو ماهر تڪڙو لکي ڏيڻ لاءِ تيار ڪونہ ٿيو. ان ڪانپوءِ وري هڪ ننڍڙي حادثي جي ڪري مون کي ڪجھہ مهينا موڪل وٺڻي پئي ۽ جڏهن ڪم ۾ هڪ ڀيرو رنڊڪ پوي ٿي تہ پوءِ ان کي ٻيهر جائتو ڪرڻ ۾ وقت لڳيو وڃي، تنهن هوندي بہ، ان دوران انسائيڪلوپيڊيا سيل جي محنتي ڪارڪنن ڏهين جلد تي ڪم ڪري ورتو جنهن کي ايڊيٽر صاحبان پڻ ڏسي چڪا آهن ۽ ان جلد جي محترم تاج جويي ۽ مون بہ پهرئين مرحلي ۾ ايڊيٽنگ ڪري ورتي آهي، پر اڃا ان جي حتمي شڪل ۾ هڪ آخري پڙهڻي رهيل آهي، جيڪا ڪرڻي آهي. وقت ۽ حالتن اجازت ڏني تہ اها بہ ڪري وٺبي. اسان کي اميد آهي تہ سنڌ جي هيءَ پهرين انسائيڪلوپيڊيا مڪمل ٿيندي، جنهن جي لاءِ ڏار فنڊ مختص ٿيل آهن.

محترم تاج جويي جي بي لوث جذبي کي پڻ ساراهينديس، جنهن هن ڪم کي تڪميل تي پڄائڻ ۾ منهنجي هر طرح مدد ڪئي. آءُ محترم عثمان ميمڻ ۽ سنڌس سموري عملي جي محنتي ڪارڪنن: شوڪت چاچڙ، صفدر حسين ميرزا، صائم يوسف، ساجد چانڊيي، غلام رسول مگريي ۽ پروين راڄپر جي پورهيي جو اعتراف ڪرڻ سان گڏ ڪمپيوٽر تي مهارت سان ڪمپوزنگ کان گرافڪ ڊزائيننگ تائين مختلف مرحلن تي ڪم ڪندڙ تولارام سوٿهڙ، عرفان علي ميمڻ ۽ رحيم پاشا خواجہ جو ڪيل ڪم بہ ساراهڻ جوڳو آهي.

انهيءَ عرصي دوران سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۾ **'ماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف سنڌي ڪمپيوٽنگ'** جو قيام عمل ۾ اچي چڪو آهي، جنهن جي طرفان انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي ٻن جلدن کي نئين ٽيڪنالاجيءَ سان هم آهنگ ڪري، ايپليڪيشنز ذريعي بہ پڙهڻ جوڳو ڪيو ويو، ۽ اهو ڪم جاري رهيو تہ تمام جلد سمورا جُلد آن لائين ٿي ويندا ۽ پڙهندڙ نہ صرف ان کي آن لائين ڪمپيوٽرن تي ڏسي سگهندا، پر پنهنجي موبائيل فونن ۾ بہ کولي لاهِ پڙهي سگهندا.

اسان جي عزم ۽ ارادي کي لوڏڻ جون گهڻيون ڪوششون ٿيون، پر اسان بہ آڏا مُهاڏا لَڪ لنگهي، ڏکيا ڏونگر ڏوري، ڪاهوڙي ٻڌجي، مستقل مزاجيءَ سان فرض ادائيگي ڪري، جيترو ۽ جهڙو بہ ڪم ڪري سگهيا آهيون، اهو اوهان جي سامهون آهي. شال اهو پورهيو منهنجي منڌيءَ 'سنڌ' کي قبول پوي!

مُنڌَ نہ مَنجهان تِن، پَسي لَڪَ لُڏن جي،
جا پَر ڪاهوڙين، سا پَر سِکي سَسُئِي.
(شاهہ)

- **پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين**
10 مارچ 2015ع

# اِهو چنگُ چارڻ امانت اٿيئي...

اڄ انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو هي تاريخي جلد ’سنڌ نمبر‘ اشاعت لاءِ موڪليندي، جيڪا مَن کي سرهائي حاصل ٿي رهي آهي، اُن جو ڪاٿو لفظن ۾ ڪرڻ منهنجي لاءِ مشڪل نہ، پر ناممڪن آهي. هي جلد دنيا جي تاريخ جي اهم ترين سرزمين سنڌ بابت آهي. سنڌ، جنهن جي مهما، دنيا جي پهرئين ڪلاسيڪي ڌرمي ڪتاب ’رِگ ويد‘ کان وٺي ’توريت‘ تائين، ’ڌمپد‘ کان وٺي ’زند اوستا‘ تائين ڳائي وئي آهي. سنڌ جي تهذيب دنيا جي تهذيبن ۾ آڳاٽي تهذيب سمجهي وڃي ٿي. هيءَ سرزمين مشرق جو اُهو ديس آهي، جتان سڀ کان اڳ تهذيب ۽ علم جو سج اُڀريو هو، ۽ اُن جي روشنيءَ جا ڪِرڻا سڄيءَ دنيا جي تهذيبن تي پيا. ان حوالي سان سنڌ جي تاريخ تي ڪم ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو هو، پر اسان جي محققن ۽ تاريخدانن اِن ڏس ۾ تمام وڏو ذخيرو قلمبند صورت ۾ ڇڏيو آهي، جنهن کي اسان جي ڏاهن دوستن ترتيب ۽ تصنيف ذريعي اختصار سان اسان تائين پهچايو، جنهن کي انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي ڪارڪنن، سنواري ۽ سهيڙي، هڪ جلد جي صورت ۾ پيش ڪيو آهي. ان سڄي پورهيي ۾ انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي معزز ايڊيٽرن، پراجيڪٽ ڊائريڪٽر سان گڏ اداري جي اسڪالر چيئرپرسن ڊاڪٽر فهميده حسين جي محنتن سان گڏ مون ناچيز جو بہ ٿورو گهڻو پورهيو شامل آهي. اسان سمورن هيءُ پورهيو، پنهنجو فرض سمجهي، ايمانداري ۽ فرض شناسيءَ سان بنا ڪنهن اجوري ۽ صلي جي خواهش جي ڪيو آهي. آءٌ انسائيڪلوپيڊيا سيل جي محنتي ڪارڪنن، گرافڪ ڊزائينرن ۽ ڪمپيوٽر آپريٽرن جي پورهيي کي بہ وساري نہ ٿو سگهان، جن آفيس ٽائيم جو خيال نہ ڪندي، فارغ وقت ۾ پڻ ويهي، هن ڪم کي تڪميل تي پهچايو. انهن کي اجورو تاريخ ۽ وقت ضرور ڏيندو، ڇو تہ سنڌيءَ ۾ انسائيڪلوپيڊيا جو هي پهريون وسيع تجربو ۽ تحقيقي پورهيو آهي، جيڪو منظم رٿابنديءَ سان تڪميل طرف وڌي رهيو آهي.

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي اڳين جلدن واري روايت کي قائم رکندي، هن جلد جو انتساب پڻ هڪ اهڙي عظيم شخصيت کي ڪيو ويو آهي، جنهن جي فڪر ۽ پورهيي جو سنڌ تي صدين تائين اثر رهندو.

**پير حسام الدين راشدي**، سنڌ جو اهو محب وطن تاريخدان هو، جنهن سنڌ جا قديم تاريخي ماخذ، جيڪي فارسي، عربي ۽ ٻين زبانن ۾ موجود هئا، تن جي ڇنڊڇاڻ ڪري، اکين جو نُور نچوئي، سنڌ جي تاريخ جي مٽان صدين جي چڙهيل دز ۽ لُڙاٽ کي هٽائي، اهل سنڌ جي آڏو سنڌ جي تاريخ جو اُهو روشن ۽ تابناڪ چهرو پڌرو ڪيو، جنهن کان سنڌ اڳي واقف نہ هئي. هن هڪ شخص جون تاريخي خدمتون صدين تائين سنڌ وساري نہ سگهندي. هي اُهو عالم مؤرخ هو، جنهن پنهنجي تعليم روايتي تعليمي ادارن مان حاصل نہ ڪئي هئي، پر هن پنهنجي محنت ۽ دِلي لڳاءَ سان علم ادب ۽ تاريخ جي ميدان ۾ اُهي لازوال نشان ڇڏيا آهن، جيڪي ڪنهن قوم جي لاءِ صدين تائين افتخار ۽ عزت جو ڪارڻ بڻجي سگهن ٿا. اُهي مائرون ئي مري ويون، جيڪي پير حسام الدين جهڙا سدورا پُٽ پيدا ڪنديون هيون. آءٌ هميشہ اميدپرست رهيو آهيان، سنڌ جي ڪُک اجا سَنڍ نہ ٿي آهي، مستقبل ۾ وري اهڙا جاڪوڙي انسان پيدا ٿيڻ جي اميد رکي سگهجي ٿي.

هيءَ جا ٻَري هَير، ڪاڇي ڏونگر ڪنڌيين،
ٻيو ٻاريندو ڪير، ڪاهوڙڪي ڪيرَ ري!
(شاهہ)

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو هي تاريخي دستاويز هن علم پرور شخصيت جي خواب جي پڻ تعبير آهي. اهو خواب، سنڌ جي جن به ادبي، علمي ۽ تاريخي هستين ڏٺو هو، اسان سمجهون ٿا ته اُنهن جون اکيون، اسان جي هن پيار جي پورهيي دوران چوڪس ۽ مهربان رهيون آهن ۽ سندن دعائون اسان سان وِڪ وِڪ تي شامل حال رهيون آهن. اسان سندن نقش قدم تي هلندي، سندن پوکيل سلي کي پاڻي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيڪڏهن اُهو سپاڻي ڪنهن تناور وڻ يا ڪنهن قداور ٻوٽي جي صورت اختيار ڪري ٿو ته اهو سندن دعائن جو ثمر هوندو، جنهن ۾ اسان جي محنت جو ڪٽو به شامل هوندو:

سلي سلي جي ڪر سنڀار،
ڪٽي منجهان ٿين ڪيچ خرار.

(بردو سنڌي)

مون انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي ائين جلد ۾، اٿارٽيءَ جي چيئرپرسن ڊاڪٽر فهميده حسين ۽ پنهنجي حوالي سان ذڪر ڪندي لکيو هو ته،

”اسان سنڌي ٻوليءَ جا ٻيئي خادم، هن اداري ۾ ڪيترو وقت رهون ٿا، اُن جي اسان کي پڪ نه آهي، پر اسان کي اهو ويساهه ضرور آهي ته هيءَ ڪم اسان جي هوندي يا اسان ڪانپوءِ، اوس مڪمل ٿيندو ۽ اسان اُن مد ۾ اداري اندر ايترو مالي سرمايو ۽ افرادي سگهه ڇڏي ويندا سون، جو هيءَ رٿا ضرور مڪمل ٿيندي.“

اڄ ڪانپوءِ، اسان هن اداري ۾ رهون ٿا يا نه، ان کي ڪا اهميت نه آهي. اهميت ڪم کي آهي؛ اهميت انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي تڪميل کي آهي؛ اهميت ان پورهيي کي آهي، جيڪو اسان جي ڪارڪنن ڪيو آهي. فرد اچڻا وڃڻا آهن. تخليق ۽ پورهيو، سنسار جي سونهن رهندا. تخليق ۽ پورهيوئي تهذيب کي جنم ڏين ٿا ۽ تهذيب، وطن جي حُسن ۽ وقار جي علامت هوندي آهي. شيخ اياز هڪ ڀيري، هڪ غزل ۾ بيقدريءَ جو احساس، من ۾ سمائي چيو هو ته:

سُڃاتئي نه سائل، خدا خوش رکيئي،
وڃون ٿا ڪري ديس تو کي دعائون!

اهو چنگ چارڻ امانت اٿيئي،
متان سر سوا ٻيون ڪرين ڪي صدائون!

آءٌ هتي شيخ اياز جي پهرئين بند سان سهمت نه آهيان. ڇو ته سنڌ اها سرزمين آهي، جنهن لاءِ، جنهن به جيترو پورهيو ڪيو آهي، اُن کي سنڌ، اُن کان به وڌيڪ موٽائي ڏنو آهي. شاهه سچل ساميءَ کان وٺي شيخ اياز ۽ اُستاد بخاريءَ تائين، ڪنور ڀڳت، استاد منظور علي خان ۽ مائي ڀاڳيءَ کان وٺي صادق فقير تائين جنهن شخص به سنڌ کي جيترو ڏنو آهي، سنڌس اهو ڪاپو قبول پيو آهي ۽ سنڌس ڪلا ميڄتا ماٿي آهي. ان ڪري آءٌ تاريخ ڀاران اسان تي سونپيل فرض ڪي، شيخ اياز جي پوئين بند سان منسوب ڪندي، ورجايان ٿو ته:

اِهو چنگ چارڻَ! امانت اٿيئي،
متان سر سوا ٻيون ڪرين ڪي صدائون!

اسان، هن پورهئي کي امانت سمجهي، سنڌ جي حوالي ڪريون ٿا ۽ سنڌ ٿي اُن امانت کي سلامت رکندي، ۽ ان سفر کي جاري رکندي.

10 مارچ 2015ع
(ڏينهن جا 12 وڳا)

- تاج جويو

ا ٻ ڀ ت ٿ ٽ ث پ

ج ڄ جھ ڃ چ ڇ ح خ د ڌ ڏ

ڊ ذ ر ژ ز س ش ص ض ط ظ

ع غ ف ڦ ڪ ک گ ڳ گھ

ڱ ل م ن ڻ و ھ ء ي

# سورهہ سنڌي ادب




## صاحب خان ”سورهہ“ ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# سنڌ

## سنڌ: پسمنظر

سنڌ، تاريخ ۾ هڪ وڏو عرصو نہ رڳو هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت ۾، پر هڪ 'عظيم سنڌو شهنشاهيت' جي روپ ۾ قائم رهي آهي، جنهن جون حدون ڪڏهن وڌنديون ۽ ڪڏهن گهٽجنديون پئي رهيون آهن. 1843ع ۾ انگريزن برصغير جي ٻين علائقن وانگر سنڌ ملڪ کي پڻ پنهنجي قبضي ۾ آندو ۽ ڇهن سالن بعد اُن کي بمبئي پرڳڻي سان ملائي ڇڏيو. ننڍي کنڊ جي ورهاڱي کانپوءِ سنڌ کي 1947ع ۾ پاڪستان جي هڪ صوبي جي حيثيت ڏني وئي.

قديم دور ۾ 'سنڌ شهنشاهيت' جون حدون سڄي ننڍي کنڊ تائين پکڙيل هيون ۽ وچئين دور ۾ بہ سنڌ ملڪ، ننڍي کنڊ جي وڏي حصي تائين پکڙيل هو ۽ ان جون حدون اتر ۾ ڪشمير تائين، ڏکڻ ۾ ڪاٺياواڙ تائين، اوڀر ۾ راجستان تائين ۽ اولهہ ۾ مڪران ۽ ڪرمان تائين پکڙيل هيون.

1955ع ۾ ون يونٽ ٺهڻ کان اڳ سنڌ جون حدون، اتر ۾ پنجاب صوبي جي علائقي بهاولپور تائين، اوڀر ۾ جيسلمير ۽ جوڌپور رياستن تائين، اولهہ ۾ لسٻيلي ۽ قلات رياستن تائين ۽ ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ ۽ ڪڇ تائين پکڙيل هيون.

سنڌ ملڪ جو نالو هزارين سالن کان دنيا جي مختلف سياحن ۽ تاريخدانن مختلف ٻولين ۾ مختلف اُچارن سان لکيو آهي، جنهن جا حوالا پهرين صدي عيسويءَ کان معلوم ٿين ٿا. يوناني تاريخدان ٽالمي (Ptolemy: 168-90ع) پنهنجي ڪتاب 'ڳاڙهي سمنڊ جي سياحت' (The Periplus of Erytherean Sea) ۾ 'سنڌ' جو يوناني اُچار 'سِنٿُس' (Sinthos) طور ڪيو آهي. هو لکي ٿو تہ هن ملڪ 'سنٿُس' مان واپاري 'اِرينئن نار' (Gulf of Erinon) ۽ هڪ خطرناڪ اپسمنڊ بارَڪ/ بئريڪ (Bay of Barake) کان گذرن ٿا. ٽالميءَ جي ڪتاب جي مترجم حاشين ۾ هن نار کي 'ڪڇ جو رڻ' ۽ اپسمنڊ کي 'ڪڇ جو نار' ڄاڻايو آهي. ساڳئي ڪتاب ۾ مترجم 'سِنٿُس' لفظ جي لاطيني صورت 'انڊوس' بہ ڄاڻائي آهي، جنهن لفظ مان 'انڊس' ۽ 'انڊيا' لفظ نهيا آهن.

(Wynn George (Translation), Periplus of Erytherian Sea by Ptolemy, Huntingford, 1980.)

نامور انگريز تاريخدان ايڇ. ٽي. لئمبرڪ، هندستاني ذريعن جي آڌار تي لکيو آهي تہ ٻي صدي عيسويءَ جي هڪ سٿين (Scythian) راجا 'رودرمان' (چستانا جي پوٽي) پنهنجي قبضي هيٺ آيل ايراضين مان هڪ کي 'سنڌو' ڪوٺيو آهي. عيسوي سن کان 1000 سال اڳ (کي اجا وڌيڪ عرصو شمار ڪن ٿا) جي قديم ڪتاب 'رگويد' ۾ 'سنڌونديءَ' جي ساراهہ ۾ نوَ (9) اشلوڪ ملن ٿا، جڏهن تہ مهاڀارت ۾ 'سنڌو ۽ سؤوير' جي راجا جئدرٿ جو حوالو ملي ٿو جنهن دروپديءَ کي اغوا ڪيو هو.

قديم عرب تاريخدانن پنهنجين تاريخن ۾ سنڌ جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي. بلاذريءَ پنهنجي ڪتاب 'فتوح البلدان' ۾، احمد يعقوبيءَ 'تاريخ اليعقوبي' ۾، محمد طبريءَ 'تاريخ طبري' ۾، احمد دينوريءَ 'اخبار الطوال' ۾، ابن نديم 'الفهرست' ۾ ۽ البيرونيءَ 'ڪتاب الهند' ۾ سنڌ بابت تفصيلي ذڪر ڪيو آهي. 'ابن نديم' پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب 'الفهرست' ۾ ڄاڻايو آهي تہ 'طب جا ڪيترائي سنڌي ڪتاب عرب ۾ مشهور هئا، جن مان 'ڪتاب سيرڪ' جو پهرين فارسيءَ ۾ ترجمو ٿيو جنهن بعد عبدالله بن عليءَ، وري ان جو فارسيءَ مان عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو. طب جي سوين سنڌي ڪتابن جا عربيءَ ۾ ترجما ٿيا.'




ياقوت حمويءَ پنهنجي ڪتاب 'مجمع البلدان' ۾ لکيو آهي تہ "سنڌ ۽ هند پاڻ ۾ بہ ڀائر هئا، اهي ٻئي توقير بن يقطان بن حام بن نوح جا پٽ هئا."

ان کان سواءِ ستين صدي عيسويءَ ۾ سنڌ جو سفر ڪندڙ هڪ چيني سياح يئان چُئانگ (Yuan Chwang) هن ملڪ کي 'سِن تو' (Sin-tou) ۽ سنڌونديءَ کي 'سِنتو' (Sintu or Sin-tu) لکيو آهي. هو لکي ٿو تہ "(ٻوڌي) ياتري مهيشورپور کان ڳچالا ڏانهن ويندي اتر طرف تمام سخت ڏکئي علائقي مان گذري، 'سن- تو' ندي پار ڪري، ساڳئي نالي واري ملڪ ۾ پهتا."

(Walter Thomas (Translation) On Yuan Chwang's Travels in India 629-645 AD. Chinese Materials Center 1975.)

ان ساڳئي حوالي ۾ سيد ابوجلال ندويءَ جي راءِ جو جائزو وٺجي ته به هنهي ۾ هڪجهڙائي محسوس ٿئي ٿي. ابوجلال ندوي لکي ٿو ته، ”اهي سنڌ جا لوڪ ئي هئا، جن مان ڪن لوڪن، مصر، شام، عرب ۽ ايران جي علائقن ۾ وڃي وسنيون ناهيون ۽ چين ۾ ’سندا بل‘ (Sindabal) نالي شهر اڏيو. چيني اچار موجب اهي عرب اپبيٽ (Arab Peninsula) کي ’تا- سِن‘ (TA-TSIN) چوندا هئا ۽ ان حصي کي هندستان اندر ’سن تو‘ (Sin- tu) يا ’چن تو‘ (Chen- tou) چوندا هئا، جيڪو عربي سمنڊ ۽ ڪابل جي وچ ۾ هو. اهو ملڪ يقيناً ’سنڌ‘ هو. اڳتي هلي ابوجلال ندويءَ اندازو لڳايو آهي ته ”قديم مصر جي حوالي سان جيڪو طورسينن (Tur-Sinin) نالي جبل هو، ان جو مطلب به اهو هو ته ’سِن جي ماڻهن جو جبل‘. ابوجلال ندويءَ موجب ته هن جبل جي نالي ۾ پڻ سنڌ مان آيل ماڻهن جو اشارو موجود آهي، جنهن جو ذڪر بائبل (Exodus 16.1) ۾ پڻ آهي ته ’سِن‘ (Sin) جو ويران علائقو، ايلام ۽ سنائيءَ جي وچ تي آهي.“ علامہ ندويءَ وڌيڪ لکيو آهي ته ”اتي آباد انهن (سنڌي) لوڪن جي ڪري جبل جو نالو ’طورسينن‘ مشهور ٿيو ۽ قديم مصريءَ ۾ انهيءَ جو اچار ’تا- سين‘ (Ta-Sin) ٿئي ٿو. جيڪو چيني اچار ’تا-سين‘ (Ta- Tsin) سان هڪجهڙائي رکي ٿو ۽ ٻئي طرف سن-تو يا چن-تو (Chin- Tou) معنيٰ ’سِن (Sin) جي زمين‘ يا ’سنڌ‘ جي ماڻهن جي زمين.“

(حوالو- ماهہ نو، مارچ- آڪٽوبر 1958ع ۽ مارچ 1959ع)

مصر جي فرعونن ۾ هڪڙا بت پرست ۽ ٻيا واحد خدا کي مڃيندڙ هئا. ’فرو‘ لفظ ساڳيو ’پرو‘ يا ’پريو‘ آهي، يوناني لساني اثر جي ڪري ’پرو‘ مان ڦري ’فرو‘ بنيو. ان جو مطلب به ’وڏو‘ آهي، جيڪو اڄ به سنڌ ۾ مروج آهي. ’فراون معنيٰ فرعون‘ وڏو خاندان. ’اون‘ شِوَ جو نالو آهي، جيڪو سنڌو سڀيتا جو واحد خدا آهي، جيڪو هر شيءِ ۾ وسي ٿو ۽ هر جڳهه تي موجود آهي. مولانا ابو الڪلام ’آزاد‘ قرآن شريف جي تفسير ’ترجمان القرآن‘ ۾ موهن جي دڙي جي واحد خدا جو نالو ’اُون‘ ڪري ڄاڻايو آهي.

سنڌ جي قديم تاريخ، موجوده نندي ڪنڌ جي تاريخ آهي، جنهن جا اهڃاڻ قديم ڌرمي ڪتابن: رگ ويد، پراڻن، توريت، پارسين جي مذهبي ڪتاب زند اوستا وغيره ۾ ملن ٿا. انهن ۾ سنڌ جي نالي بابت مختلف حوالا موجود آهن: بائيبل جي پراڻي عهدنامي يا توريت جي اپياس دوران سنڌ جا نالا عبراني، سرياني ۽ يوناني ٻولين ۾ هئڻ ڪري رگ ويد، پراڻن توڙي تاريخ جي ٻين ڪتابن ڪان مختلف ملن ٿا، پر گهڻي ڀاڱي معنيٰ ۽ مقصد ساڳيو رکن ٿا.

سيد سليمان ندوي پنهنجي ڪتاب ’عرب و هند ڪي تعلقات‘ (ص 11) ۾ لکي ٿو ته: اهل فارس ’سنڌ‘ کي ’هند‘ جي نالي سان سڏيو آهي، ڇاڪاڻ ته پراڻي ايراني زبان ۽ سنسڪرت ۾ ’س‘ ۽ ’هه‘ پاڻ ۾ مٽجن ٿا، انهيءَ ڪري ’سنڌ‘ جو نالو ’هند‘ سڏجڻ لڳو. پر عرب سنڌ جي نالي کان واقف هئا، انهن سنڌ کي ’سنڌ‘ جي نالي سان به سڏيو ۽ ڪن حالتن ۾ ’هند‘ به. ڪوئيو فرينچن سنڌ کي ’اِند‘ ۽ سنڌوءَ کي ’اِندس‘ ڪوئيو. جنهن مان اڳتي هلي ’انڊيا‘ جو لفظ ٺهيو. اهڙيءَ ريت ’انڊيا‘ تي ’سنڌ‘ تان ئي نالو پيو.

قديم آثارن جي لحاظ کان پڻ دنيا جي ٻين تاريخي قدامت رکندڙ خطن جي ڀيٽ ۾ سنڌ هڪ شاهوڪار خطو آهي. سنڌ ۾ پٿر جي پراڻي دور کان وٺي ويجهڙائيءَ واري دور تائين جا ڪيترائي آثار موجود آهن، جيڪي سنڌ جي قدامت جو چٽو ثبوت آهن. انهن آثارن جي اڀياس مان سنڌ جي خوشحال ۽ سڌريل خطي هئڻ جا چٽا اهڃاڻ ملن ٿا. سنڌو ماٿريءَ جي قدامت، مهرڳڙهه، آمري، ڪوٽڏيجي، موهن جي دڙي، هڙاپا، ڪاهوءَ جي دڙي، چانهونءَ جي دڙي، جهڪر جي دڙي، پنيور، برهمڻ آباد/ منصوره ۽ لاکين جي دڙي ۽ ڪڇهه ٻين ڪوٽائي ڪيل ماڳن ذريعي پنجن هزارن سالن کان ڏهن هزارن سالن تائين جا ثبوت ملن ٿا. کوٽائي ڪيل ماڳن مان مليل نوادرات سنڌ ۽ هند جي مختلف عجائب گهرن ۾ عام اڀياس لاءِ موجود آهن، جيڪي سڄيءَ دنيا لاءِ حيرت ۽ فخر جو ڪارڻ هئڻ سان گڏ، سنڌ جي قديم تاريخ کي سمجهڻ لاءِ اهم ذريعو پڻ آهن.

’رشيون ڪا آبائي وطن‘ (1926ع) جو مصنف لکي ٿو ته: ”عالمن کان جيتري قدر تحقيق ٿي سگهي آهي، ان ۾ سنسڪرت تصنيفات ۾ ’هند‘ جو لفظ نه مليو آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته: اهلِ هند جا رهواسي پاڻ کي ’هندو‘ نه چوائيندا هئا. پر اهلِ فارس جي قديم ڪتاب ’زند اوستا‘ ۾ ’هندو‘ لفظ ملي ٿو، جنهن کي قديم فارسي ميخي خط جي ڪتبن ۾ ’هندس‘ لکيو ويو آهي، جنهن مان اندازو لڳائجي ٿو ته لفظ ’هندو‘ زند زبان جو لفظ آهي. اهلِ هند کي اهو لقب پهرين فارسين کان ۽ پوءِ ٻين قومن کان مليو.

آرين جي ڪتاب ’رگ ويد‘ ۾ ڪيترن هنڌن تي ’سپت سنڌو‘ جو ذڪر آهي، جنهن جي معنيٰ ’سَت درياهه‘ آهي. ليڪن فارسين جي ’زند اوستا‘ ۾ ’هپت هندو‘ لکيل آهي، جنهن جي معنيٰ ’ست نديون‘ آهي. ان مان ثابت ٿئي ٿو ته اهو لفظ ’سپت سنڌوءَ‘ جي ڦريل صورت آهي، ان ڪري انهيءَ ’هپت هندو‘ ديس جي رهاڪن کي ’هندو‘ لقب سان سڏيو ويو. يونانين ۽ لاطينين اهلِ هند کي ’اِنڊوئي‘ لقب سان سڏيو. يوناني لفظ ’اِنڊوئي‘ مطابق انگريزن وري هندن جي سڪونت واري ملڪ کي ’اِنڊيا‘ سڏيو. مسلمان تاريخ نويسن هندن جي ملڪ کي ’هندستان‘ جو نالو ڏنو. بهرحال ’هند‘ يا ’هندستان‘ جو اصل نالو ’سنڌ‘ تان ورتو ويو آهي. ’سنڌ‘ کي ’هند‘ جي نالي سان سڏڻ جي مشهوري، خاص ڪري مسلمان تاريخ نويسن ڏني آهي. هنن جتي به ’سنڌ‘ جو نالو ڪنيو آهي، اتي هنن سنڌ کي ’سند‘ ۽ ’هند‘ جي گڏيل نالي سان سڏيو آهي. هونئن نه ته بحرِ هند (هندي سمنڊ) وارا ساموندي ٻيٽ يعني ’بحرِ سنڌ‘ (سنڌو ساگر) جا ساموندي ٻيٽ ئي آهن.“

(شمس الدين قريشي، ڪتاب: ’آئينہ قديم سنڌ‘)

سنڌ پرڳڻو جيترو قديم آهي، ايترو ئي ان جو نالو قديم آهي. رگويد جهڙي جهوني پستڪ ۾ به اهو ئي نالو ڄاڻايل آهي. انهيءَ اعتبار

سان ڇئي سگهجي ٿو تہ سموريءَ دنيا جي ساهت ۾ ان کان آڳاٽو نالو هيو ڪو ڪونہ آهي.

اها سنڌ ئي آهي، جنهن ۾ سڀيتا جو سج آڳاٽي سمي ۾ اُڀريو هو، سڄي ننڍي کنڊ ۾ اها سنڌو ماٿر هئي، جنهن رگ ويد واري قديم دور کان بہ اڳ پنهنجي اعليٰ سڀيتا ۽ شاهوڪاريءَ سبب اهڙو تہ نالو ڪڍيو، جو پوءِ سمورو 'هندستان'، 'سنڌ' جي نالي پٺيان سڏجڻ ۾ آيو. سموري هندستان جي تاريخ، سنڌو ماٿر جي سڀيتا سان شروع ٿئي ٿي.

نامور محقق ڀيرومل مهرچند لکي ٿو تہ: "قديم ايراني لوڪ سنڌو ماٿر (پنجاب ۽ سنڌ) کان پري ڪين ويا، تنهنڪري جيڪو ملڪ ڏٺائون تہ آريا لوڪ والاري ويٺا هئا، تنهن کي هندستان (هندو+آستان) سڏيائون. مطلب تہ 'هندستان' لفظ جي اصل معنيٰ هئي 'سنڌونديءَ وارو ملڪ'. قديم ايرانين وٽان قديم يونانين کي هندستان جي سڌ پيئي. سڪندراعظم سان جيڪي تاريخ نويس آيا هئا، تن بہ سنڌو ماٿر ۾ رهندڙن کي 'سنڌو (هندو) سڏيو، پر اُچار ڦيرائي 'اِنڊو'، 'اِنڊوئي' (Indoi) ڪيائون ۽ سڄي ملڪ کي 'انڊيڪا' (Indica) ۽ 'اِنڊڪوس' سڏيائون، پوءِ لاطيني ٻولي ڳالهائيندڙن سنڌوءَ مان 'انڊوس' جو اُچار ڦيرائي 'انڊس' (Indus) ڪيو ۽ هندستان کي 'انڊيا' (India) سڏيائون.

سنڌ لفظ جا ڪيترن ئي قديم ڪتابن ۾ پڻ اڻ سڌا حوالا ملن ٿا، جن مان سنڌ جي ڪپڙي کي 'سنڌان' ('سنڌڻ') سڏيو ويو آهي، جنهن ڪپڙي لاءِ چيو وڃي ٿو تہ حضرت عيسيٰ ؑ کي بہ ان ۾ ويڙهيو ويو هو، جنهن جو ذڪر عيسائين جي قديم مذهبي ڪتاب ۾ پڻ ملي ٿو. انگريزي لفظ 'Sindon' اصل ۾ سنڌي لفظ 'سنڌڻ' آهي، جنهن جي معنيٰ سنڌ جي (ململ) اوڇڻ يا ويڙهڻ لاءِ ڪپڙو آهي. انهيءَ ساڳئي لفظ جو يوناني ٻوليءَ ۾ اچار 'سنڊون' آهي، جنهن جي معنيٰ بہ ساڳي آهي.

(وڌيڪ ڏسندا: سنڌو سڀيتا، تهذيب ۽ موهن جو دڙو وغيره)

**سنڌو- سؤوير:** سنڌو سؤوير، قديم وقت جو ڪلاسيڪي نالو آهي، جيڪو سنڌ ملڪ جي ماڻهن ۽ ان سان لاڳاپيل مخصوص طبعي ڀاڱن جي نسبت سان ملڪ جو نالو هو. محققن جو خيال آهي تہ قديم وقت ۾ سنڌ ملڪ کي 'سنڌو' ۽ 'سؤوير' چوندا هئا. سنڌوءَ مان مراد ملڪ جو سنڌونديءَ جو هيٺانهون پاسو ملتان تائين، جيڪو اڄ بہ سنڌونديءَ جي پويان 'سنڌ' سڏجي ٿو. 'سؤوير' مان مراد سنڌونديءَ جو مٿيون ملتان وارو پاسو هو. 'سنڌو- سؤوير' کي تاريخ جا ڄاڻو جاگرافيائي اصطلاح پڻ چون ٿا. جنهن موجب سنڌونديءَ جي اولهہ وارو علائقو 'سنڌو' ۽ سنڌونديءَ جي اوڀر وارو علائقو 'سؤوير' سڏيو ويندو هو. مهاڀارت ۾ جئدرٿ کي 'سنڌو ۽ سؤوير' جو راجا چيو ويو آهي. ان وقت اهي گڏيل علائقا هئا، جنهن جي تائيد البيرونيءَ پڻ پنهنجي ڪتاب ۾ ڪئي آهي.

موهن جي دڙي مان لڌل هڪ مهر تي سؤوير بادشاهن جو بادشاهہ (Sovier King of Kings) لکيل آهي. ان تي سنڌ جي حاڪمن وٽ چئن صوبن جي حاڪميت چئن 'شاهي عصائن' (King's Scepter) جي صورت ۾ ڏيکاريل آهي.

پروفيسر 'وان لو هنيسرن ڊي ليو' پنهنجيءَ تحقيق ۾ 'سنڌو ۽ سؤوير' کي بہ الڳ ڌار ۽ پاڙيسري ملڪ ڄاڻايو آهي. هندستان جي ڌرمي شاسترن ۾ وري 'سنڌو ۽ سؤوير' کي 'ڳاڏڙ ڌُر' ڄاڻايو ويو آهي، جتي جي ماڻهن کي 'آريا ورت' جي دائري کان ٻاهر جا مليڇ سڏيو ويو، يعني 'سنڌو- سؤوير' کي مليڇن جو ڏيهہ سڏيو ويو هي اشارو شايد هتان جي آڳاٽن ماڻهن يا دراوڙن ڏانهن آهي.

احمد حسين دانيءَ چواڻي ٽين صدي عيسويءَ تائين هيءُ ڏيهہ 'سنڌو- سؤوير' سڏبو هو. ٽين صديءَ ڌاري ڪشان سلطنت جي ڀڄڻ ڪري ۽ سنڌوءَ جي دوآبي ۾ ساسانين جي اچڻ سان اها تصوير آهستي آهستي بدلجي وئي.

'سؤوير' لاءِ تاريخدانن هيءَ بہ قياس آرائي ڪئي آهي تہ البيرونيءَ پاران ڄاڻايل بيهڪ موجب 'سؤوير' اصل ۾ هاڻوڪي ملتان وارو پاسو ئي هو، جنهن پاسي اڄ بہ ڳالهائجندڙ ٻولي 'سرائڪي'، 'سؤوير' سان هڪجهڙائي رکندڙ آهي؛ ان ڪري 'سرائڪي' شايد اصل ۾ 'سؤويراڪي' يعني 'سؤوير جي ماڻهن جي ٻولي' آهي، جيڪا بگڙي 'سرائڪي' سڏجڻ ۾ آئي.

تاريخي تذڪرن توڙي حڪايتن ۾ مختلف وقتن تي 'سؤوير' جي حاڪمن جي نالن ۽ سندن گاديءَ جي هنڌن جي بہ نشاندهي ملي ٿي. قديم وقت ۾ هتي جي راجا جو نالو 'پرت' هو ۽ 'روروڪ' ان جي گاديءَ جو هنڌ هو. ٻئي هنڌ 'سؤوير' جي راجا جو نالو 'رودرائڻ' ملي ٿو. ان ئي دور ۾ قديم زماني جو ذڪر ڪندي هندستان جا پاڙيسري ملڪ: 'سنڌو'، 'سؤوير' ۽ 'سبي' ڄاڻايا ويا آهن. ان وقت سؤوير جون ڏاکڻيون حدون سمنڊ تائين پکڙيل هيون، جتي سامونڊي جهاز بيهندا هئا. ان بيان مان 'سنڌو- سؤوير' ديس بابت قوي امڪان اهو نڪري ٿو تہ هي اصل ۾ جاگرافيائي اصطلاح هو، جيڪو قديم 'سنڌ ملڪ' لاءِ سنڌونديءَ جي هيٺئين توڙي مٿئين ڀاڱي جي نسبت سان ڪتب آندو ويندو هو.

سنڌو ماٿريءَ طور، قديم سنڌ جي سرحدن ۾ موجوده پاڪستان جي سموري ايراضي، ايران ۽ افغانستان جا ڪجهہ حصا، ڪڇ ۽ گجرات (ڀارت) جا ڪيترائي علائقا شامل هئا.

وقت گذرڻ سان مختلف سامراجن جي تسلط هيٺ اچڻ بعد سنڌ جي حدن ۾ ڦيرڦار ايندي وئي ۽ سرزمين 'سنڌ' جي ايراضي مختصر ٿيندي وئي.

ڏهہ هزار ق. م ۾ ڌرتيءَ تي چوٿون برفاني ۽ ٿڌ جو دور (Ice Age) 75 هزار ورهيہ لاڳيتو هلي پورو ٿيو. انساني معاشي هلچل زور ورتو، نئين پٿر جي دور جي شروعات ٿي ۽ سنڌ ۾ 5 لکن ورهين کان گڏ گذران ڪندڙ شڪاري ۽ ڌوتي لوڪن جانورن کي گهرو بنائڻ شروع ڪيو، جنهن سان مالوند ۽ زرعي دور ۽ ابتدائي انساني وسندين جي ابتدا ٿي. اها ابتدا مال ڌارڻ کان شروع ٿي، واڙ، ويڙهہ، وسنءُ، وستي، ڳام، ڳوٺ، اهي جڳهيون هيون، جتي انسان مال سان گڏ وسرام ڪندو هو. 2500 ق. م کان 1500 ق. م تائين سنڌو سڀيتا پنهنجي

انيڪ ورن واري روپ ۾ اُسري، سنڌو سلطنت جي روپ ۾ دنيا ۾ هاڪاري ۽ نامور ٿي. هڪ هزار ورهين ۾ هن جون حدون 15 لک چورس ميلن ۾ پکڙجي ويون.

ايس. آر. رائو انهيءَ قديم سنڌو سلطنت جا چار وڏا پرڳڻا: ’سنڌو شهنشاهيت جو مرڪزي پرڳڻو‘، ’اولهائون پرڳڻو‘، ’اُپرندو پرڳڻو‘ ۽ ’ڏاکڻو پرڳڻو‘ ڄاڻايا آهن. جن ۾ موجوده سڄو پاڪستان، خيبر لڪ ۽ بولان لڪ وارو اتر اُلهندو علائقو، آڪس وادي، گهگهر- سرسوتي، چتانگ، ستلج جو مٿيون سڄو علائقو گنگا ۽ جمنا جي وادي، هريانا (اوپر پنجاب)، اولهه راجستان، اتر پرديش، ميرٺ ۽ جمون، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ وارو اُپٻيٽ ۽ ڏکڻ گجرات جو مٿانهون ساموندي پوٺو، اُن ۾ شامل هئا. جتان سنڌو سڀيتا جا ڪُل 2200 ماڳ (Indus Sites) مختلف دَورن جا لڌا آهن.

هڪ هزار ق. م ۾ هن سنڌو شهنشاهيت تي راڻي دهشلا / ڏهسري (دهسلا: دهه = ڏهه + سل= سر) جي حڪومت رهي هئي.

800 ق. م ۾ ايران مان سيميراس (Semiramis)، جنهن سان گڏ عراقي سپاهه به هئي، سنڌ تي حملو ڪيو. ان ڪي سنڌ جي حاڪم ويرسين (Verasen) پڇائي ڪڍيو. سنڌ جي حاڪم جو لقب استورپتي (Stavarpati) هو. يونانين سندس نالو استيبروبيٽس (Stabrobates) ڄاڻايو آهي. جيڪا اِستوَرپتيءَ جي بي صورت آهي. شڪست ملڻ ڪانپوءِ اهي ايراني ۽ عراقي جان بچائي مڪران جو پاسو ڏئي پنهنجي ملڪ وڃي پهتا. هڪ سؤ ورهين ڪانپوءِ سنڌ تي ٻيو حملو 700 ق.م ڌاري هوشنگ پيشداديہ ڪيو. ايراني شهنشاهن به سؤ ورهين جي ڪوشش ۽ هلائڻ ڪانپوءِ 600 ق.م ڌاري ايران جي ڪياني شهنشاهه، سائرس اعظم (555- 530 ق. م) سنڌ کي فتح ڪري پنهنجو ڏن پرو ٻڌايو.

دارا اعظم جي زماني (530- 486 ق. م) ۾ سندس حڪومت جون سرحدون مصر جي ماٿري ۽ نيل درياهه تائين پکڙجي ويون ۽ ٻئي طرف مهراڻ ندي پار ڪري راجستان جي رڻ پٽ تائين سندس شهنشاهي سڪو هلندو رهيو ۽ سندس سلطنت دنيا جي وڏي ۾ وڏي سلطنت بڻجي وئي.

”جڏهن دارا جي پٽ زرڪيسز (Xrxes) (486- 465 ق. م) يونان تي حملو ڪيو ته سندس لشڪر ۾ هِن ماٿريءَ جا سنڌي جوڌا وڏي انگ ۾ موجود هئا.“ هيروڊوٽس جي چوڻ موجب ”سنڌ جي سپاهين ۽ سوارن کي سوٽي ڪپڙا پاتل هئا. سندن هٿن ۾ بانس جون ڪمانون ۽ بيد جا تير هئا. جن جون اڻيون رُڪ جون هيون.“

(Goergoe Woodcock, The Greek in India, London, 1966)

سڪندراعظم 324 ق. م ۾ سنڌ تي قبضو ڪيو ڪتاب ’The Greeks in India‘ ۾ ڄاڻايل آهي ته سنڌ جي هڪ ڀڪشو ’آچاريہ ڊنڊي‘ ساڻس گڏ هلڻ کان نابري واري ڪيس روحاني صدمو ڏنو، پر اروڙ کان هيٺ سنت ڪلياڻ (Calanus) سوسہ تائين ساڻس هليو. وات تي ڪلياڻ اگهو ٿي پيو. چالاڪي مهل سڪندر کي چيائين ته ”هاڻ پاڻ بابل ۾ ملنداسين.“ هن جي لاش کي سڪندر جي فوج سلامي ڏني. سڪندر اروڙ جي ’راجا ماسيڪانس‘ کي شهيد ڪري، پاتال بندر ۾ سامبس (جام سمي؟) سان صلح ڪري، روانو ٿيڻ مهل پيٿان (Pethon) کي لاڙ جو حاڪم ڪري بابل پهتو. جتي ڪلياڻ جي اڳڪٿيءَ موجب سڪندر پنهنجا پساهه پورا ڪري وڃي ساڻس مڪاميل ٿيو.

(Goergoe Woodcock, The Greek in India, London, 1966)

ڊاڪٽر راڌا ڪمل جي ڪتاب ’The Age of Imperial Unity‘ موجب ”321 ق.م ۾ لاڙ- سنڌ مان يونانين خلاف چندرگپت موريا جون گوريلا ڪارروايون شروع ٿيون.

جارج ووڊ ڪوڪ موجب ”انهن گوريلا ڪارروائين جي نتيجي ۾ پيٿان درياهه ٽپي بلوچستان ۾ ساهه وڃي پٽيو ۽ اتان آرڪوشيا (قنڌار) ڏانهن ڀڄي ويو. سنڌ ۾ يوناني حڪومت ستن سالن ۾ پڄاڻيءَ تي پهتي، 306 ق. م ۾ سيليوڪس نئڪٽر سنڌو ڪناري تي اچي چندرگپت موريا سان ناهه ڪري پنهنجي ايراني زال مان ڌيءَ ’بندوسار‘ کيس پرڻائي ڏني، جنهن مان اشوڪ اعظم جنم ورتو. سنڌ جي انهن موريا حاڪمن سنڌو سلطنت جون حدون ساڳيون قائم رکيون، جيڪي 1500 ق. م ۾ سندن وڏن، عظيم سنڌو سڀيتا واري سنڌو سلطنت (Indus Empire) جي صورت ۾ قائم ڪيون هيون.

سال 187 ق. م ۾ چندرگپت جي اولاد مان شهنشاهه برهدرٿ موريا (Brihadratha Maurya) کي برهمڻن جي سازش سبب پيشيہ متر نالي هڪ درٻاريءَ قتل ڪيو. ان ڪانپوءِ موريا شاهي گهراڻي جي شهنشاهت کي زوال آيو ۽ باختر (بلخ) جي يونانين هلائون شروع ڪيون.

موهن راج واري سنڌو شهنشاهيت ڪانپوءِ جُڙيل ’موريائي سنڌو شهنشاهيت‘ کي زوال آيو. ان جي نتيجي ۾ موجوده پاڪستان جي ايراضيءَ وارو علائقو پاتال بندر سوڌو الڳ انتظامي صورت وٺي بيٺو.

باختر جي يونانين مان ڊيميٽريس اول قنڌار وٽان بولان لڪ لنگهي افغانستان ۾ موجود ’چالوڪ موريا‘ جي پڙپوٽي سياڳ سين کان لاڙو ڪري بلوچستان فتح ڪري، مڪران پهتو. اتان عربي سمنڊ جي ڪناري سان ٽيندو پاتال بندر جي ڏکڻ ۾ پهتو ۽ ان کي مستقل طور مرڪزي ماڳ ناهي، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ تائين جو علائقو فتح ڪيائين. هن جي وفات 165 ق.م ۾ ٿي. سندس پٽ ائگٿوڪلس (Agathocles) گجرات ۽ ڪنيات فتح ڪري، اتر سنڌ کان ٽيندو وڃي ڪشمير پهتو.

جنهن ڪانپوءِ مينادراعظم شهزادي ائگاٿون ڪليئا پرڻجڻ جي ڪري، قديم سنڌ، ڪاٺياواڙ کان ڪشمير تائين جو حاڪم ٿيو. سندس پٽ اپولوڊوٽس (Apollodotus) سنڌ، سوراشٽر، ڪڇ، ڪاٺياواڙ، ڀڙوچ، ڪنيات ۽ گجرات جو حاڪم ٿيو. سنڌو سلطنت جي حاڪمن ۾ مينادراعظم عالمي شهرت حاصل ڪئي. هن جي دور ۾

سنڌو سلطنت جو واپار وچ اوڀر کان وڏي يورپ تائين پکڙيو. هن جا سونا سڪا ويلس جي ساموندي ڪنارن تان لڌا آهن.

اپولوڊوٽس پنهنجي ويجهي ياءَ جي مٿرا ۾ يڪشو ٻڌجڻ ڪانپوءِ پاتال (لاڙ) مان سنڌو درياهه مان اوپارو سفر ڪري اچي ديري غازي خان پهچي، سنڌ جي سرحدي چانوٽي قائم ڪئي هئي. اتان روانو ٿي اٽڪ پهتو. باغي ۽ قابض انٽيالسيڊس کي ڀڄائي، ٽيڪسيلا، آرڪوشيا ۽ افغانستان تي قبضو ڪري گنگا جمنا تائين پنهنجي ويجهي ياءَ جي ڇڏيل سلطنت هٿ ڪيائين. هن جهوناڳڙهه ۾ هڪ وڏو وهار جوڙايو. جتي 90 ق.م ۾ وفات ڪيائين.

(George wood cock, "The Greek in India", London, 1966, Page 123

سال 90 ق. م ۾ اپولوڊوٽس جي چالاڻي ڪانپوءِ 'ستين لوڪن سنڌ' ڏانهن ڪاهه ڪئي. اپولوڊوٽس جي ٽن سُورهيه پٽن لڳاتار ڏهه سال ستين قبيلن جي ڪاهن کي روڪيو. هي پنهنجن سئوٽن سوڌو مڪران جي جنگي ميدانن ۾ وڙهندي وطن تان قربان ٿيا. اسٽريٽو اول جيڪو سنڌو سلطنت جو وڏو ڏيا وارو بادشاهه هو. ٻڌ يڪشو ٻڌجي ويو. ۽ پنهنجي پوٽي اسٽريٽو ثانيءَ جو راڄ ڳرو هو. 70 ق.م ۾ ستين سندس خاتمو آندو.

ساڪ/ ستين (Sacians/ Scythians) نسلي طرح روسي ترڪستان جا تاتاري ترڪ هئا. هي هرات کان دجلہ تائين ايرانين سان جهيڙيندا، نيٺ اوڀر ايران- سيستان (ساڪستان) ۽ بلوچستان تي قابض ٿيڻ ۾ ڪامياب ويا. 20 ق.م ۾ ستين گدروشيا (مڪران) جي ساحل کان سنڌ ڏانهن رخ ڪيو ۽ پنڀور کي مرڪزي بندر بڻائي، مينا نگر تي قبضو ڪيو. هنن ستين لوڪن ڪڇ (ساڪا ديپ)، ڪونڪن، سوراشٽر، مهاراشٽر تي بہ قبضو ڪيو ۽ پوءِ پنهنجن تابعدار اپير انتظامي اهلڪارن کي اهي علائقا حوالي ڪري مهراڻ جي ڪنارن سان هلندا. اتر جي يوناني حاڪمن کي تابع ڪندا، ڪشمير، ڪمبوح ۽ ڪافرستان تائين سموريون ماٿريون قبضي ۾ ڪندا، سنڌو ماٿريءَ تي ڇانئجي ويا ۽ ان ريت سوات کان وٺي سنڌي سمنڊ تائين سڄو ملڪ انڊو ستيا/ سنڌو ستيا (Indo Scythia) سڏجڻ لڳو.

ستين لوڪن جو پهريون حاڪم موئيس (Maues) هو. جنهن 20ع ۾ چالاڻو ڪيو. ان ڪانپوءِ ايزس (Azes) 29ع تائين حاڪم رهيو. سندس پٽ ايلش 40ع تائين ۽ ان جو پوٽو ايزلس (Azilses) 50ع تائين آخري بادشاهه رهيو. هن جا سڪا 'ڪروشتي لپيءَ' ۾ لڌا ويا آهن.

چيني ترڪستان ۾ 'يو- چي' (Yueh-chi) قبيلي جي سردار پاڻ کي 'ڪوچانگ' (Kouci- Choung) سڏايو. هي قبيلو پنهنجي لشڪر سان باختر کي اُجاڙيندو، ٿبيٽ کي لتاڙي، چترال کان ٿيندو، ڪشمير ۾ داخل ٿيو ۽ 'ڪشن' (Kuei- Shuang) نالي سان مشهور ٿيو. سندن سردار 'ڪادفيس اول' جي پٽ 'ويما ڪادفيس ٻئي' 65- 78ع ۾ سڄي سنڌو ماٿريءَ کي پنهنجي قبضي هيٺ آندو. ٽيڪسيلا مان سندس 78ع جو لکيل ڪتبو هٿ آيو آهي.

ڪنشڪ اعظم ويماڪادفيس پاران مٿرا جو حاڪم مقرر ٿيل هو. هن جا ڪتبا سئي وهار (بهاولپور) مان لڌا آهن. هن سنڌ، گجرات، مالوا ۽ راجستان تي بہ حڪومت ڪئي. سندس سوين جو ذڪر چين ۽ ٿبيٽ جي تاريخن ۾ بہ نظر اچي ٿو 78ع ۾ هو شهنشاهه ٿيڻ کان اڳ انهيءَ سڄي علائقي جو وائسراءِ هو هيون تسانگ موجب هن پامير کان وٺي وچ ايشيا وارا ملڪ فتح ڪري ورتا هئا. هن وٽ هڪ وچ ايشيائي شهزادو وائس 'اول' طور رهندو هو. هن چين جي شهنشاهه هوتيءَ (89- 105ع) جي ڌيءَ (شهزاديءَ) جو سڱ حاصل ڪرڻ لاءِ ستر هزار فوج سان ڪاهه ڪئي، پر جنرل پنجوءَ هٿان مات کاڌائين. ڪنشڪ جي ڪجهه چڱن ڪمن ۾ سندس سنبت (سن) جاري ڪرڻ آهي، جيڪو گجرات ۽ اجين جي جينين معرفت دکن تائين جاري ٿيو. ڪنشڪ جي دور ۾ پالي ٻوليءَ کي وڏو اوج مليو.

جهوناڳڙهه ۾، هڪ قديم ماڳ تان مليل ڇپ تي اڪريل لکت ملي آهي، جنهن موجب 'سنڌو- سؤوير ملڪ' راجا مهاڪشترپ رودرماڻ جي حڪومت هيٺ رهيا هئا. اها لکت 150ع جي آهي. ان ڪانپوءِ واري دؤر ۾ سنڌو- سؤوير ديس تي ڪشن گهراڻي جي حاڪمن جو قبضو رهيو.

ڪنشڪ جي پٽ هرشڪ (Huriska) جي حڪومت، ڪابل مان لڌل هڪ ڪتبي موجب افغانستان ۽ وچ ايشيا تي قائم هئي. هڪ ڪتبي ۾ هن پاڻ کي ڏاڏي ڪادفيس جو اولاد چوايو آهي. هن 'واسديو' جو لقب بہ اختيار ڪيو ۽ اهي لقب واسديو ۽ ڪنشڪ تائين لاڳيتو نظر اچن ٿا. ڪنشڪ ٻئي ڪانپوءِ وري واسديو ٻئي (176-158ع) جي حڪومت رهي، جنهن جا ڪروشتي عبارتن وارا سڪا، موهن جي دڙي واريءَ مٿينءَ سطح تان لڌا آهن. ڪِشن خاندان ان ڪانپوءِ ڏاٺو ڏاٺو ٿي وڪرجي ويو. سندن رڳو نالا ۽ سن لڀن ٿا. سندن پونيرن ايراني تسلط هيٺ ڏن پرو علائقائي صوبيدارن جي حيثيت طور وقت گذاريو.

پارٿين (پهلوي: Parthians) لوڪن مان گندوفر سن 21ع کان خراسان (پارٿيا) مان اٿيو ۽ هن خيبر لڪ تان يونانين جو قبضو ختم ڪرايو. هن کي سينٽ ٿامس (Saint Thomas) 29ع ۾ ڪرستان مذهب ڏانهن راغب ڪيو. هن سن 46ع ۾ سنڌ کان اتريون سڄو علائقو 'انڊونيشيا' تائين ڦري ورتو هي واحد حاڪم هو، جيڪو ٻڌ مذهب جو پيروڪار نہ ٻڻيو. نہ تہ موريا کان وٺي ڪشن گهراڻي جا سمورا حاڪم ٻڌمت جا پيروڪار هئا ۽ انهن مان ڪي تہ حاڪميت ڇڏي وڃي يڪشو ٻڻيا هئا.

ڪشن ۽ ساساني حاڪم ايرانين سان مٿين مائٽين ۾ ڳنڍجي ويا. واسديو ڇهين جي نياڻيءَ سان ساساني شهنشاهه هرمز ٻئي (310- 301ع) وهانءُ ڪيو. پڄاڙيءَ وارا ڪشن حاڪم ايرنديءَ سنڌ ۾ ساساني حاڪمن جي پاڇي هيٺ تڳندا رهيا ۽ ٻڌمت جي اثر هيٺ بي نام ٿي ويا. ايراني حاڪمن سنڌ جي ٻڌمت سان ڪا بہ هٿ چراند نہ ڪئي، نہ ئي مجوسي مذهب جي تابعداريءَ ڪرائڻ لاءِ ڪي اپاءَ ورتا.

ان هڪ هزار ورهين ۾ ٻڌمت وارن اعليٰ ۽ انساني قدرن وارو ادبي اثاثو جوڙي ورتو هو. جنهن کي اڳتي هلي برهمڻن بدلائي، پنهنجو فڪري اثاثو بڻائي ڇڏيو.
(Dr. R. K. Mokerji, "Imperial Unity", Bombay, 1953,General Editor, Dr. R. C. Majumdar)

ان کانپوءِ راءِ گهراڻي 450ع ۾ ساسانين حڪمرانن سان سرڪشي اختيار ڪري، پنهنجي اباڻي سنڌو شهنشاهيت بحال ڪرائڻ جا جتن شروع ڪيا. راءِ گهراڻو سمن ۽ سومرن جو اباڻو ۽ بنيادي گهراڻو هو. هي راءِ گهراڻو، چندرگپت موريا ۽ موهن راج جي حاڪمن جي پونيرن مان هو. سومرا چندرگپت موريا جا پونير هئا. هن گهراڻي 450ع کان 652ع تائين حڪمراني ڪئي.

راءِ گهراڻي کان برهمڻ گهراڻي (652- 712ع) سنڌو شهنشاهيت حاصل ڪئي. هي پهريون وڏو دور هو. جنهن ۾ شومت، ٻڌمت ۾ تبديل ٿيو. آريائي عقيدا، برهمڻ ازم ۽ اسلام، سنڌ ۾ فاتحانه انداز ۾ روشناس ٿيا ۽ سنڌ جو دراوڙي شِومت 'ٻاجهاري ڏٿي' (God of Love) ۽ ٻاجهاري ٻُڌ کان هٽي، آريائي اهنسڪ رُخ اختيار ڪيو.

عرب دَور ٽن مرحلن: بنو اميه، بنو عباس ۽ هباري دَور کانپوءِ 1010ع ۾ پڄاڻيءَ تي پهتو.

عرب مؤرخن جي تحريرن مان پتو پوي ٿو ته هندي وڏي سمنڊ وارا هيٺ سنڌ جي نالي سان سڃاتا ويندا هئا. 'چچنامي' مان قديم سنڌ جي وسيع حدن جي ڄاڻ پوي ٿي، جيڪي هڪ طرف ڪشمير تائين، ٻئي طرف مڪران تائين ۽ ٽئين طرف ڪاٺياواڙ، سوراشٽر ۽ موجوده هند جي ڪن علائقن تائين پکڙيل هيون.

سن 1010ع کان 1350ع تائين سومرا راج رهيو. سومرا راج جو انت سنڌونديءَ جي رُخ مٽائڻ ۽ سمن جي مٿن سوڀ حاصل ڪرڻ سبب آيو ۽ سما راج شروع ٿيو. سما سلطنت جي پڄاڻي 1520ع ۾ ٿي. هي ٻئي دَور (سما ۽ سومرا دور) سنڌ جي زرعي، سماجي، اقتصادي، ادبي ۽ ثقافتي ترقيءَ جا شاهڪار دَور هئا، جن کانپوءِ لاڳيتو 180 ورهيه ارغون، ترخان، مغل نواب سنڌ تي راڄ ڪندا رهيا. انهن کان ڪلهوڙن 150 ورهين جي ويڙهاند کانپوءِ 1700ع ۾ سنڌ جي حڪومت حاصل ڪئي. ڪلهوڙن بعد 1781ع ۾ ٽالپر سنڌ جا حاڪم بڻيا.

انگريزن، 1843ع ۾، مختصر جنگ ۾ سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن کي شڪست ڏئي، سنڌ کي پنهنجي قبضي هيٺ آندو ۽ ڇهن سالن بعد سنڌ جي ملڪي حيثيت ختم ڪري، ان کي بمبئي پرڳڻي جو حصو بڻائي ڇڏيو. جنهن خلاف سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ جي تحريڪ هلي ۽ 1936ع ۾ سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار پرڳڻي جي حيثيت حاصل ٿي. ان دوران انگريز سامراج خلاف برصغير وانگر سنڌ ۾ به آزاديءَ جي تحريڪ هلي، جنهن ۾ 'خلافت تحريڪ'، 'هجرت تحريڪ' کان وٺي 'حر تحريڪ' ۽ 'پاڪستان تحريڪ' تائين هڪ وڏو داستان موجود آهي.

سنڌ جي ماضيءَ واري حيثيت جي بحاليءَ جي جدوجهد ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ موجود رهي، خود 1940ع جي قرارداد ۾ آزاد پاڪستان ۾ سنڌ جي هڪ خودمختيار رياست واري حيثيت ڄاڻايل هئي، پر 1947ع تائين پهچندي، 1946ع ۾ پاڪستان جي ٺهراءَ ۾ 'رياستون' لفظ بدلائي 'رياست' لفظ شامل ڪري تبديلي آندي وئي ۽ نيٺ 14 آگسٽ 1947ع تي سنڌ کي موجوده پاڪستان جو هڪ صوبو بڻايو ويو. 1954ع ۾ پاڪستان ۾ ونيونٽ لاڳو ڪري، سنڌ جي صوبائي حيثيت به ختم ڪئي وئي، جنهن خلاف اهل سنڌ تاريخي جدوجهد ڪري، 1 جولاءِ 1970ع تي سنڌ جي صوبائي حيثيت ٻيهر بحال ڪرائي.

موجوده سنڌ صوبو "0 '6 °26 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "0 '30 °68 اوير ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. سنڌ جي موجوده ايراضي 140914 چورس ڪلوميٽرن (54407 ميل) تي پکڙيل آهي. سنڌ ۾ هن وقت ڪراچيءَ جي 6 ضلعن سميت ڪل 29 ضلعا آهن، ۽ 6 ڊويزنون آهن. صوبي جي آبادي، غير سرڪاري انگن اکرن موجب 4,24,00,000 آهي. سنڌ جي مکيه ۽ قومي ٻولي 'سنڌي' آهي. ان کان سواءِ سنڌ ۾ سرائڪي، ڪڇي، گجراتي، اردو، پنجابي، پشتو، بلوچي ۽ ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙ ماڻهو پڻ آباد آهن.

## سنڌ جي جاگرافي (Geography of Sindh):

سنڌ پرڳڻو اپکنڊ (سنڌ تاسر: Indian Plate) جي ڏکڻ ڪنڊ وارو اهو زميني حصو آهي، جيڪو اتر ويڪرائي ڦاڪ جي 23 ۽ 28 درجن ۽ اوير ڊگهائي ڦاڪ جي 66 ۽ 71 درجن جي وچ ۾ موجود آهي. ان جي اتر کان ڏکڻ تائين ڊيگهه 360 ميلن جي لڳ ڀڳ ٿيندي ۽ ويڪر 170 ميل آهي. ان جي وچ مان وهندڙ 'سنڌوندي' (River Indus) اُن کي ٻن ڦاڪن ۾ ورهائي ٿي. ان نديءَ پنهنجي لٽ سان سنڌ جو ميداني علائقو لکين، ۽ ڪروڙين سالن دوران جوڙيو آهي.

'رچرڊ برٽن'، سنڌ جي جاگرافيائي حدن بابت لکي ٿو ته، "اهو علائقو، جنهن کي يوناني 'سنڌومان'، پراچين هندو 'سنڌو ديش'، عرب جاگرافي نويس 'سنڌ' ۽ سندس هاڻوڪا رهواسي 'سنڌ' جي نالي سان سڏيندا آهن، ان جون حدون هي آهن: اتر طرف بهاولپور جو علائقو، ڏکڻ طرف عربي ۽ هندي وڏو سمنڊ، اوير طرف واريا سا 'رڻ پٽ' ۽ الهندي ۾ ڪيرٿر ۽ ان سان لاڳاپيل جبلن جون قطارون، جن کي يورپ وارن جي غلطيءَ سبب 'هالار جبلن' جي نالي سان سڏيو ويجي ٿو."

'سرايچ. ايليٽ'، 'هالار جبل' کي 'هاڙهو' قرار ڏئي ٿو، جيڪو سنڌ جي ميداني علائقي کي قلات کان ڌار ڪري بيهاري ٿو. سنڌ جي الهندي واري جابلو سلسلي ۾ لکي، ڪيرٿر، ٽري، گاج ۽ منڇر سلسلا موجود آهن، جن کي گڏي 'ڪيرٿر سلسلو' ڪوٺيو ويجي ٿو، جڏهن ته اهي جبل جوڙجڪ، بيهڪ، دور ۽ زماني جي حساب سان الڳ الڳ ڄمار رکن ٿا.

الهندي وارن جبلن جي هن سلسلي کي سنڌ واسي 'ڪيرٿر جابلو سلسلو' (Khirther Mountain Range) چون ٿا. هي جابلو سلسلو

’زمين جي جيالاجيڪل (ٻون ڄاڻڪاري) ماپي‘ (Geological Scale of Earth) موجب ’پربت جيڏن جانورن واري زماني‘ (Jurassic Era) يعني اٽڪل روءِ 13 ڪروڙ 60 لک ورهيه (136 million years) اڳ پوري ٿيڻ ڪانپوءِ ’چن ۽ چاڪ واري زماني‘ (Cretaceous Epoch) ۾ جڙي راس ٿيو. هي دؤر 13 ڪروڙن سالن کان هڪ ڪروڙ سالن تائين جاري رهيو. ان دؤر جي وچ ڌاري گلن ۽ ڦرهن وارا ٻوٽا اُسريا. انهيءَ زماني تائين اپکنڊ (سنڌ تاسر)، 5 ڪروڙ ورهيه اڳ گونڊوانا لينڊ (Gondwana Land) مان مڊگاسڪر وٽان ڇڄي ٽيٿيس سمنڊ (Tethys Sea) ۾ هڪ وڏي ٻيٽ (Great Island) وانگر تري رهيو هو. ان زماني ۾ اپکنڊ اتر طرف هوريان هوريان سُرڻ شروع ڪيو ۽ 4 ڪروڙ 50 ورهيه اڳ اپکنڊ ۽ يوريشئن تاسرن جو ٽڪراءُ (Collasion of Indian Eurosion Plates) ٿيو. جنهنڪري ’ويڙهيدار جوان جابلو سلسلو‘ (Young Folded Mountain Range) هماليا ۽ 5 لک سال اڳ زمين جي اندرين تبديلين جي ڪري ڪئلاش پربت اوچتو اڀريو. جڏهن ته کيرٿر سلسلي جون پراڻيون ٽڪريون ’پربت جيڏن ۽ ريڙهيون پائيندڙ جانورن واري زماني‘ (Jurassic & Triassic Era) جون آهن. جيڪي هن اپکنڊ- يوريشئن تاسرن جي ٽڪراءَ واري زماني ۾ 5000 فوٽ کان وڌيڪ اتاهيون ٿي نروار ٿيون.

**کيرٿر، ڪُتي جي قبر، ڪڪريو، ڪارو ۽ پيٽارو:** کيرٿر جي سڀ کان اڀي چوٽي ڪُتي جي قبر آهي، جنهن جي اوچائي 7200 فوٽ آهي. هيءَ چوٽي ري جبلن ۽ ڪوئيتا وارن جبلن کان به اُڀي آهي. هن چوٽيءَ جي اتر طرف ’ڏاڙهياري‘ جبل جو مٿانهون پَٽ آهي، جيڪو سراسري طور سمنڊ کان 6000 فوٽ مٿانهون آهي. ’کيرٿر جابلو سلسلو‘ ٽن جدا جدا نالن سان: ’ڪڪريو، ڪارو ۽ پيٽارو‘ جبلن ۾ ورهايل آهي ۽ اهي هڪٻئي جي سامهون اولهه سنڌ مان لنگهن ٿا. پهرين جابلو قطار ’ڪڪريو‘، کيرٿر جي اوڀر ۾ آهي، جنهن جا پاسا اُڀا، اڙانگا ۽ اولهه طرف لڙيل آهن. ٻي جابلو قطار ’ڪارو‘ وچ وارو مٿانهون پٽ آهي، جنهن جون چوٽيون، سنون ۽ سڌن جابلو ليڪن وانگر آهن، جن جا پاسا گول آهن. ٽين جابلو قطار ’پيٽارو‘، جن جي جبلن جي چپن تي آڏاريل آهي.

سنڌ ۾ کيرٿر واري گڏيل جابلو سلسلي واري ڀاڱي کي بلوچي اثر سبب ’ڪوهستان‘ ڪوٺين ٿا. جڏهن ته ڪوهستان هڪ الڳ سلسلو آهي. هن کيرٿر واري ڪوهستان ۾ دادو ۽ ٺٽي ضلعي جا گهڻ حصا اچي وڃن ٿا. لڪيءَ جو جابلو سلسلو 80 ميل ڊگهو ۽ ان جي سراسري اوچائي هڪ هزار فوٽ کن ٿيندي. جن ۾ اوچي ۾ اوچو جبل، پٽ جبل آهي، جنهن جي سراسري اوچائي سمنڊ کان 3000 فوٽ اتاهين آهي. هن سلسلي ۾ ٻه ننڍا جبل ’سورجاٽو‘ ۽ ’سنبوڪ‘ آهن. جن مان نئن بارڻ سانوڻيءَ ۾ پنهنجو رستو جوڙي وهندي اچي ٿي. هنن جبلن جي اتر ۾ اهري، ناريرو ۽ هوٽياڻو جبل نروار بيٺا آهن. هن جابلو سلسلي ۾ ڪي بلوچستان جا جبل به اچي لڳن ٿا. جن ۾ چپر، ڪڏي، همالگ، پٻ، مور، لکڻ، مشهور ۽ پڌرا آهن. 25° ويڪرائي ڦاڪ وٽ اهي سمورا جبل پٻ جبل جي صورت وٺن ٿا ۽ هلندا وڃي سمنڊ تائين پهچن ٿا.

**ايرندي وارا واراياسا پَٽ:** ايرندي وارا واراياسا پٽ، جيڪي راجستان سان وڃي ملن ٿا، سي ڪنهن زماني ۾ ڏاڍا آباد، وسيل ۽ ساوڪ سان ڀرپور علائقا هئا، جتي هاڪڙو، چتانگ ۽ سرسوتي نديون وهنديون هيون. ان وقت ۾ سنڌ کي ٻه وڏا درياهه آباد ڪندا هئا، هڪ ايرندو درياهه، جيڪو پڪ ئي پڪ هاڪڙو هو ۽ ٻيو الهندو درياهه ’سنڌو‘ آهي، جيڪو ڪڏهن هاڪڙي جي ويجهو ۽ ڪڏهن پرانهون ٿي 20 ۽ 70 ميلن جي وڇوٽي ڏئي الهندي طرف کان وهندو رهيو آهي. هنن درياهن جي پرتي ڪنڌڙ ندين ۾ سنڌونديءَ جون پرتي ڪنڌڙ نديون: ستلج، بياس، راوي، چناب، جهلم هيون، جڏهن ته ايرندي ڏانهن چتانگ ۽ سرسوتيءَ جا وهڪرا به جاري ۽ ساري هئا. هاڪڙو، ’زميني جڙيل تاسرن جي چرپر‘ (Movement of Tectonics Plates) جي ڪري آيل زلزلن سبب رخ بدلائي يمنا (جمنا) جو پيراءُ وڃي ٿيو ۽ سنڌ جي ادبي اتهاس ۾ ان جي ياد رڳو هڪ سورٺي ۾ وڃي رهي آهي:

هاڪ وهندو هاڪڙو، پَڃندي پَنڌ اروڙ،
ٻهه، مڇي ۽ لوڙهه، سمي ويندا سوڪڙي!

ايرندي جي هن ريگستاني واراياسي پَٽ کي سنڌ واسي ’ٿر‘ سڏين ٿا. هن خطي ۾ وڏا واراياسا پٽ ۽ ڀِٽون آهن. ان جي سراسري ويڪر 50 ميل ٿيندي. هي باراني علائقا آهن ۽ اتان جي زندگي مينهوڳيءَ تي آڌاريل آهي. ٿر جا ڪي حصا ’نارو ڪئنال‘ (Nara Canal) آباد ڪري ٿو. هن واراياسي علائقي جي ڏکڻ اوڀر ڪنڊ وٽ ’ڪارونجهر جبل‘ آهي، جيڪو 12 ميل ڊگهو آهي ۽ ان جي اوچائي 1000 فوٽ ٿيندي. هي جبل ’زمين جي اندرين آتش فشاني لقائن‘ (Volcanic Activities) جي ڪري 5 ارب 70 ڪروڙ ورهيه اڳ وجود ۾ آيو. اصل ۾ ڪارونجهر جبل ڏکڻ هندستان جي اراولي جابلو سلسلي (Aravali Mountain Range) جي هڪ ڪڙي آهي، جنهن کي ڪڇ ۾ ’ڪارا ڏونگر‘ (Black Mountains) چيو ويندو آهي. هي سلسلو سمنڊ جي اندر تائين هليو وڃي ٿو. گجرات ۽ ڏکڻ سنڌ ۾ آيل ماضيءَ جا زلزلا ۽ سونامين وارا لقاءَ، هنن جبلن جي اندر هلندڙ آتش فشاني عمل جي ڪري ٿيا هئا.

ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ ڪارونجهر جبل کي راجستان جي پهاڙي سلسلي جو ڇيڙو ڌار ٿيل ٽڪر قرار ڏنو آهي.

**سنڌ جو ميداني علائقو:** سنڌ جو ميداني علائقو (Alluvial Plain)، جيڪو سنڌونديءَ جي ٻنهي ڪپن سان لاڳيتو 10 کان 25 ميلن تائين ويڪرو آهي، سو ڪشمور کان وٺي ’عربي/ سنڌي سمنڊ‘ تائين هليو وڃي ٿو. هي انتهائي زرخيز علائقو سال ۾ ربيع ۽ خريف جي ٻن فصلن جي اپت ڏئي ٿو. ڪٿي ڪٿي ته سال ۾ ٽي فصل به پوکيا وڃن ٿا، جن ۾ ناڻي وارا فصل (Cash Crops) به شامل آهن.

سنڌ ۾ زرعي اپت لاءِ پاڻيءَ جي اڻاٺ جي ڪري پوکيءَ وارو علائقو (Cultivated area) وڌڻ بدران گھٽيو آهي. سنڌونديءَ ۽ ان جي پرتي ڪنڌڙ ندين تي پاڪستان، ڪشمير ۽ انڊيا ۾ انيڪ بند ۽ بئراج جوڙيا ويا آهن. ملڪ ۾ ڊيامير- ڀاشا ڊئم جڙي رهيو آهي، جڏهن ته تربيلا، منگلاڊئم جوڙڻ سان گڏ ڪيترائي ڪئنال: ٿل ڪئنال، چشما لنڪ ڪئنال وغيره کڊيا ويا آهن. جن سنڌ جي حدن ۾ پاڻيءَ جي فطري وهڪري ۽ ڪچي ۾ پاڻيءَ جي اٿل کي گهٽ ڪري ڇڏيو آهي. ان ڪري سنڌوءَ ۾ اهو اڳوڻو 'شينهن درياهه' هئڻ وارو اوج نه رهيو آهي ۽ سنڌ جو ڪچو به گهٽ ٻُڏڻ جي ڪري گهٽ آباد ٿئي ٿو، جيڪو مختلف قسم جي ان جي اُپت ۾ تاريخي هاڪ رکندو هو.

**سنڌ جو ڊيلٽائي علائقو:** سنڌ جو ڊيلٽائي علائقو، سنڌونديءَ جي سترهن (17) چاڙهن تي ٻَڌل آهي. سنڌو ڊيلٽا 350 ڪلوميٽرن تي 'مور ڪنپ' جهڙي صورت ۾ پکڙيل آهي. هن علائقي جي 'سنڌو ڊيلٽائي- منهن' (Mouth of Indus Delta) ۾ اٽڪل 300 ننڍا وڏا ٻيٽ آهن. جن اندر



ماضيءَ ۾ ملاحن ۽ ميربحرن جا سوين ڳوٺ آباد هئا. اڄڪلهه سنڌونديءَ ۾ پاڻيءَ گهٽ هئڻ ۽ مٺي پاڻيءَ جي ڪارڻ تائين گهٽ پهچ هئڻ ڪري مڇي ۽ جهينگن جو نسل ختم ٿيندو پيو وڃي ۽ ڇهن لکن هيڪٽرن تي ٻَڌل تمر جا ٻيلا، جيڪي انيڪ قسمن جي مڇي ۽ ٻي آبي جيوَت جي 'قدرتي هيچاري' (Natural Hatcheries) جا مرڪز هئا، سي هاڻي ختم ٿيڻ جي ويجهو اچي پهتا آهن. ڊيلٽائي علائقا ۽ اتي موجود تمر جا ٻيلا هر قسم جي آبي جيوَت سان گڏ انساني پيٽ قوت ۽ جيئڊان جو ڪارڻ آهن. تمر جي ٻيلن جي ڪوٽ جي ڪري 'سنڌ جو ماحولياتي نظام' ۽ 'ماحولياتي وايومنڊل' (Eco system) بدلجي رهيو آهي.

**سنڌ جو سامونڊي علائقو:** سنڌ کي تمام ڊگهو سامونڊي ڪنارو آهي، جنهن تي ڪراچيءَ جهڙو عالمي هاڪ رکندڙ شهر ۽ بندر موجود آهي. سنڌ جي سامونڊي ڪناري سان ماضيءَ ۾ انيڪ قديم بندر: ديبل، ڀنڀور، لاهري، ڪيٽي ۽ علي بندر وغيره موجود رهيا آهن. اڄڪلهه رڳو ڪراچي بندر ئي هڪ وشال بندر جي حيثيت ۾ سنڌ جي ناڻي جي اُپت (Revenue)



جو مکيه وسيلو آهي. ان بندر ذريعي سموريءَ دنيا جا واپاري جهاز اچ وڃ ڪن ٿا. پاڪستان جي بحري فوج جو مرڪز به ان شهر ۾ آهي.

**سنڌ جا خشڪ علائقا (Arid Zones of Sindh):** پاڪستان جي جملي خشڪ زمين جو 17 سيڪڙو سنڌ صوبي ۾ آهي، جنهن کي 'نيم گرم استوائي بيابان' (Subtropical) جو درجو ڏئي سگهجي ٿو. سنڌ جي خشڪ زمين 68000 هزار چورس ڪلوميٽرن کان سرس ايراضيءَ تي پکڙيل آهي، جنهن کي هڪ جيترن ٽن حصن: **ٿر ناري ۽ ڪوهستان** ۾ ورهائي سگهجي ٿو. سنڌ جي جملي جاگرافيائي علائقي 14.09 ملين هيڪٽرن مان 9.28 ملين هيڪٽر چراگاهه آهن ۽ اهي گهڻي ڀاڱي ملڪي ملڪيت آهن. جن کي 1958ع ۾ 'تحفظ ڏنل ٻيلا' قرار ڏنو ويو.

(1) ٿر: ٿر جو علائقو 23000 هزار چورس ڪلوميٽرن تي پکڙيل آهي ۽ ان جي آدمشماري ارڙهن لکن جي لڳ ڀڳ آهي. سنڌ جي هن علائقي جو وڏو حصو ٿرپارڪر ضلعي ۾ آهي، باقي عمرڪوٽ ضلعي سان واسطو رکي ٿو. ٿرپارڪر ضلعو ڏکڻ طرف ڪڇ جي رڻ سان ملي ٿو ۽ هندستاني وڏي ريگستان جو هڪ حصو بڻجي ٿو. جاگرافيائي بيهڪ جي لحاظ کان



هي علائقو 240 کان 280 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 670 کان 710 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ جي وچ تي آهي. ٿر جي آبهوا اتر ۾ خشڪ ۽ ڏکڻ ۾ بنهه خشڪ آهي. اتر ۽ ڏکڻ ۾ وسڪارو مختلف وقتن تي ٿئي ٿو. هن علائقي ۾ هر ٽن چئن سالن کانپوءِ وڃي ڪو مينهن وسي ٿو ۽ هر ائين ڏهن سالن کانپوءِ مڪمل خشڪ ساليءَ جو منهن ڏسڻو پوي ٿو. گهٽ وسڪاري جي منڊ ۾ اها شرح اڃا به گهٽجي وڃي ٿي. *(وڌيڪ ڏسو: ٿر، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٻيو)*

(2) **نارو:** ناري جو علائقو 22000 هم چورس ڪلوميٽرن ۾ پکڙيل آهي، جنهن جو مٿانهون حصو سکر، خيرپور، نوابشاهه ۽ سانگهڙ ضلعن سان



ملندڙ آهي. ٿر ۽ نارو سنڌوءَ جي کابي طرف آهن ۽ اهي سنڌ صوبي جي ايرندي حد بنجن ٿا. **(وڏيڪ ڏسو : اڇڙو ٿر)**

(3) **ڪوهستان:** ڪوهستاني علائقو 23000 هم چورس ڪلوميٽرن ۾ پکڙيل آهي ۽ سنڌ جي جملي زمين جو 4 سيڪڙو خشڪ آهي، جنهن ۾ دادو، لاڙڪاڻي ۽ ٺٽي جا حصا اچي وڃن ٿا. ماحولياتي حساب سان هي نيم گرم جابلو خطو سڏجي ٿو ۽ گرم ساموندي چراگاهه جو درجو رکي ٿو. ڪوهستان الهندي سرحد کان سنڌ ۽ بلوچستان جي وچ تي ۽ ڏکڻ ۾ انڊس ڊيلٽا سان پکڙيل آهي.

هن علائقي ۾ 76 سيڪڙو ماڻهن جو مکيه ڌنڌو چوپايو مال ڌارڻ ۽ ڪڪڙيون پالڻ آهي. پاڻيءَ جي کوٽ سبب علائقي جا ماڻهو خشڪساليءَ سان سخت موسمي حالتن ۾ پنهنجي مال سميت سدائين



سنڌوءَ جي سيلابي پٽن يا بئراجي علائقن ڏانهن لڏپلاڻ ڪندا رهن ٿا. گهڻي ڀاڱي خشڪ علائقن ۾ موجود چراگاهه، مال لاءِ 2/3 سيڪڙو تائين چارو مهيا ڪن ٿا. وسڪاري جي مند ۾ مقامي ماڻهو پوکي راهيءَ رستي گذرسفر ڪن ٿا. هن خشڪ علائقي جي گاهه واري زمين ڪيترن ئي سببن ڪري بيابان ۾ تبديل ٿي رهي آهي.

هي ٽيئي خطا (ٿر، نارو ۽ ڪوهستان) وسيع وارياسين پٽن تي پکڙيل آهن، جيڪي ڪٿي واريासن دڙن ته ڪٿي خشڪ جبلن جي صورت ۾ موجود آهن. زمين عام طور غيرآباد آهي، چاڪاڻ ته تيز هوائن لڳڻ ڪري زمين جي ڪاڌ ٿيندي رهي ٿي. هنن علائقن ۾ سنهو جهنگ ۽ ٻوڙا ٿين ٿا، جڏهن ته ڪٿي ڪٿي ڪنڊي، جاگري ٻيرجا وڻ ۽ ٿوهر نظر اچن ٿا. هر سال گهٽ وڌ مينهن پوي ٿو جڏهن ته ڪن هنڌن تي ساليانو سراسري وسڪارو 100 ملي ميٽر مس ٿئي ٿو. گهڻي ڀاڱي مينهن جولاءِ ۽ سيپٽمبر مهينن جي وچ ۾ رڳو ٻن ٽن ڏينهن تائين پوي ٿو. مينهن جو سمورو پاڻي خشڪ وارياسي زمين جذب ڪري ڇڏي ٿي. وسڪاري کانپوءِ گاهه اُڀري اچن ٿا ۽ تل ترايون پرجي وڃن ٿيون. فيبروريءَ کانپوءِ جڏهن خشڪيءَ/ سوڪهڙي جي شروعات ٿئي ٿي ته مال جو چارو ختم ٿي وڃي ٿو ۽ جر جو پاڻي به ختم ٿي ٻاڙو ٿي وڃي ٿو. سڄو سال مٺي پاڻيءَ جي اڻاٺ رهي ٿي ۽ هر ٽئين سال خشڪ سالي ٿئي ٿي.

سنڌ جو هي خشڪ علائقو شديد غربت، ڏکي رهائش ۽ زندگيءَ جي مشڪل حالتن جي ڪري پاڪستان جو وڏ ۾ وڏ سهوليتن کان محروم علائقو سمجهيو وڃي ٿو. جيتوڻيڪ وقت به وقت لاڳاپيل سرڪاري کاتا رهواسين کي سهوليتن ڏيڻ لاءِ ڪيتريون رٿائون شروع ڪن ٿا، پر انهن جو اثرائتو نتيجو نه ٿو نڪري.

سنڌ جي خشڪ علائقن جي ماحولياتي سرشتن جي پٽن، ماڳن ۽ جنسن (species) ۾ گوناگونيت پڻ موجود آهي. ججهي مال چارڻ، زمين خراب ٿيڻ ۽ وقت به وقت خشڪ ساليءَ سبب هن علائقي جو ماحولياتي سرشتو ۽ جهنگلي جيوت سخت متاثر ٿين ٿا. ڪوهستان جا سرهه (Sindh Ibex)، ۽ گڊ (Asian wild sheep) ۽ ٿرپارڪر جا مورَ (Peacocks) ڪجهه اهڙا ساهوارا آهن، جيڪي هنن علائقن جي سڃاڻپ آهن. غير قانوني شڪارن ۽ بيمارين جي ڪري هنن ساهوارن جو وجود هن وقت خطري ۾ آهي.

**آبهوا:** سنڌ جي ٿر ۽ ڪوهستان جي آبهوا خشڪ، نيم گرم ۽ چوماسي آهي، جتي گرمي پد 45 ڊگري سينٽي گريڊ کان 50 ڊگري سينٽي گريڊ تائين رهي ٿو. اونهاري ۾ گرمي پد جي وڌي وڃڻ جي ڪري حساس ۽ سنهين پاڙن جي سرشتن وارا ٻوٽا زنده رهي نه ٿا سگهن. هنن علائقن ۾ خاص طور خشڪ موسم ۾ گهڻي گرميءَ جي ڪري وايومنڊل ۾ ڪڪر ۽ گهم تمام گهٽ ٿئي ٿي، جنهن جا ٻوٽن ۽ جانورن تي ڀيانڪ اثر پون ٿا. اونهاري ۾ ڪوهستان ۾ گرمي پد 45 ڊگري سينٽي گريڊ ۽ سياري ۾ 30 ڊگري سينٽي گريڊ تائين پهچي وڃي ٿو. سراسري طور ساليانو وسڪارو 150 کان 200 ملي ميٽر ۽ اهو به گهڻي ڀاڱي اونهاري ۾ ٿئي ٿو. 60 ڪلوميٽر في ڪلاڪ جي رفتار سان تيز هوائون ڏکڻ - اولهه کان اتر - اولهه طرف گهلنديون رهن ٿيون. تيز هوائن جي ڪري زمين جي ڪاڌ سبب زمين جو مٿيون تهه سنهو ٿيندو رهي ٿو ۽ جبلن ۾ گهڻي ڀاڱي ڇُن ٿئي ٿو. اونهاري جي زور وٺڻ تي هنن ٻنهي خطن ۾ هوائون تيز گهلن ٿيون. اهڙين حالتن جي ڪري مينهن تي ٿيندڙ زراعت اجا به ڏکي ٿي پوي ٿي. ٿر ۾ مئي ۽ جون مهينن ۾ 40 ڪ. م کان به مٿي في ڪلاڪ جي رفتار سان تيز هوائون لڳڻ ٿيون. جنهنڪري خاص ڪري پوکيءَ واري زمين ۽ گئوچرن/ چراگاهن جي زمين ۾ ڪاڌ ٿئي ٿي. اپريل يا مئي جي آخر تائين ۽ ڪڏهن جون ۾ هوائون گهلڻ جي رفتار 60 ميل في ڪلاڪ به ٿي وڃي ٿي. اهڙين حالتن ۾ فضا مٽيءَ ۽ واريءَ جي سنهيءَ دز سان ڀرجي وڃي ٿي. اهي هوائون اهڙن هنڌن ۽ واريءَ جي دڙن تي لڳنديون رهن ٿيون، جتي گئوچر ۽ چراگاهه آهن. ان ڪري اهڙن هنڌن تان پوکي راهي ۽ ساوڪ ختم ٿي وڃي ٿي.

ٿر ۾ ٿيندڙ وڻ ٻوٽا

| سيريل نمبر | لوڪل نالو | انگريزي نالو | نباتاتي نالو |
|---|---|---|---|
| 1 | ٿوهر | Leafless Milk Hedge | Euphotbia cauducifolia |
| 2 | روهيڙو | Desert teak | Tecoma undulata |
| 3 | ڏامڻ | Buffel grass | Cenchrus ciliaris |
| 4 | سائون | Pannicum Millet | Pannicum colonum |
| 5 | ڳنڌير | Indian finger millet | Eleusine flagellifera |
| 6 | پرهيو | Cats' tail grass | Sporobolus pyramidalis |
| 7 | ڪلر گاهه | Aeluropus/ Mangrove grass | Aeluropus villorus |
| 8 | ڏڀ | Halfa grass/ Salt reed grass | Desmostachya bipinnata |
| 9 | ڪنڊي | Prosopis | Prosopis cineraria |
| 10 | سائون | Pannicum Millet | Pannicum colonum |
| 11 | ڪونيٽ | Gum Acacia | Acacia Senegalensis |
| 12 | ڦوڳ | Calligonum | Calligonum Polygonoids |
| 13 | ڀُرٽ | Indian Sandbur | Cenchrus bifloris |
| 14 | ڳنڌير | Indian finger millet | Eleusine flagellifera |
| 15 | لنب | Aristida | Aristida depressus |
| 16 | لاڻي | Saltwort | Salsola foetida |
| 17 | اڪ | Madart | Calotropis procera |
| 18 | ڳم | Johnson grass | Sorghum halepense |
| 19 | جاگري ٻير | Wild jujube | Ziziphus nummularia |
| 20 | ليار | Narrow Leaved Sepistan | Cordia gharaf |
| 21 | ڪانهه | Thatch grass | Saccharum spontaneum |
| 22 | پئي گاهه | Lemon Grass | Cymbopogon jwar |
| 23 | نير | Cassia Indigo | Indigofera cassia |
| 24 | سفيد ٻٻر | Silver leaved wattle | Acacia holosericea |
| 25 | ٻٻر | Acacia | Acacia nilotica |
| 26 | ڪرڙ | Capper | Capparis aphylla |
| 27 | ڪانديرو | Camel thorn | Alhalgi murorum |
| 28 | ٻاوري | Twisted acacia | Acacia jacquemontii |
| 29 | ڪِپ | Jivanti | Leptadenia reticulate/ Pyrotechnica |
| 30 | مُرٽ | Turgid panic grass | Panicum turgidum |
| 31 | لاڻو | Wolrmleaf saltwort | Salsola vermiculata |

ڪوهستان جي مختلف خشڪ علائقن ۾ ٿيندڙ وڻ ٻوٽا

| غالب جنسون | | ماڳ |
|---|---|---|
| جاگري ٻير | Ziziphus nummularia | High mountain range |
| گگر | Chrysopogon aucheri, Grewia sp | (500-2170m) |
| ڪونيٽ | Open bush land/ Acacia Senegal | متانهان جبل (2000-500 ميٽر) |
| ليار | Chrommiphora wighti | |
| ڏامڻ | Lasiurus | هيٺاهيون ٽڪريون (50-500ميٽر) |
| ٿوهر | Euphorbia cauduciolia | ڦاٽل متاڇرو (100-50 ميٽر) |
| ڪانهه | Saccharum spantaneum | گڏ ٿيل لٽ وارا هنڌ (200-100ميٽر) |
| ڪنڊي | Prosopis cineria | Lower foot slops (10-20m) |
| ٻٻر | Wood land Acacia nilotica | Sedimentary plain (50-100 m) |
| لاڻي | Salsola foetidia | |
| ڳنڌير | Eleusine flagelliforia | |
| ڪرڙ | Capparis aphylla | ڪچي واري زمين وارا هنڌ |
| ڪانڊيرو | Alhalgi murorum | Alluvial Indus plain |
| ڇٻر | Cynodon dactylon | (20-5m) |
| لئو | Woodland and rivirene thickets, Tamarix aphylla | نديءَ جي پيٽ ۾ نيڪال وارا هنڌ |
| روهيڙو | Tecoma undulate | River beds and drainage zones |
| ٻائوري | Acacia jacquemotii | (50-100m) |
| سر | Saccharum munja | |
| کپ | Leptadenia pyrotechnica | موجوده واريءَ جا دڙا |
| ڦوڳ | Calligonum polygonoides | Recent sand dunes |
| مرٽ گاهه | Panicum turgidum | |

**سنڌ جي خشڪ علائقن ۾ ٿيندڙ مماليه (ڪير ڌارائيندڙ) جانورن جون اهم جنسون:**

سنڌ جي خشڪ علائقن: ٿر، ناري ۽ ڪوهستان، خاص ڪري ڪيرٿر رينج، ڪيرٿر نيشنل پارڪ، لاڙڪاڻي، ڏکڻ ٿرپارڪر (ڀارت سان ملندڙ علائقي)، رڻ ڪڇ ۾ مماليه (ڪير ڌارائيندڙ) جانورن جون هيٺيون جنسون ٿين ٿيون:

(1) **هرڻ** Gazelle gazelle /Indian Gazelle: ٿر، نارو، ڪيرٿر رينج ۽ ڪيرٿر نيشنل پارڪ ۾ ٿئي ٿو.

(2) **سرهه** Capra agagrus /Sindh Ibex/: ڪيرٿر جبل ۽ ڪيرٿر نيشنل پارڪ ۾ موجود ٿئي ٿو.

(3) **ڳڊ** /Ovis vignei/ Urial, Asian Wild Sheep: ڪيرٿر رينج، ڪيرٿر نيشنل پارڪ ۽ لاڙڪاڻي جي دربار جبل ۾ موجود ٿئي ٿو

(4) **روجهه** Boselaphus tregocamelus / Nilgir: ڏاکڻي ٿرپارڪر ۾ ٿئي ۽ ڀارت مان ڀڄي اچي. هي نسل اڻ لڀ آهي.

(5) **گورخر** /Equis Hemionus /Asitic wild ass: رڻ ڪڇ ۽ ٿر ۾ ٿئي. هي جانور اڻ لڀ ٿيندو وڃي.

(6) **سيڙهه** /Hystrix indica /Indian crosted porcupine: ٿر، ناري ۽ ڪوهستان ۾ عام جام آهي.

(7) **سهو** /Lopus migrcollis davanus /Indian Hera: ٿر (خاص ڪري مٺي، ڏيپلي تعلقن) ۽ ڪوهستان ۾ عام آهي.

(8) **چلو مرون** Manis Crassicaudata/Indian panbgolin: ڪوهستان ۾ ٿيندو آهي، پر هن وقت اٽلپ آهي.

(9) **بگهڙ** /Canis lupus pallipea /Indian wolf: ڪيرٿر رينج ۽ ٿر ۾ ٿئي ۽ اڻ لڀ جنس آهي.

(10) **چيتو** Panthera pardus /Panther or Leopard: ڪوهستان ۾ ٿئي ۽ اڻ لڀ آهي.

(11) **گدڙ** Canis aurius / Jackal: ٿر، ناري ۽ ڪوهستان ۾ عام ٿئي.

(12) **لومڙ** /Vopus Vulpus pusilla / Desert Fox: ٿر ۽ ڪوهستان ۾ ٿئي ۽ اڻ لڀ ٿيندو وڃي.

(13) **ڪتوري ٻلو** /Verricula India / Wild cat: ٿر ۾ ٿئي، اٽلپ جنس آهي.

(14) **نور** /Herpestes edwardsi / ommon mangoose: نور ٿرپارڪر ۾ ٿئي، پر هن وقت اڻ لڀ آهي.

(15) **چرخ** /Hyene /Striped Hyene: ٿر ۽ ڪوهستان ۾ ٿئي، اڻ لڀ آهي.

(16) **جهنگلي ٻلو** /Felis libyca /Desert Cat: ٿرپارڪر ۾ ٿئي ۽ اٽلپ آهي.

(17) **ڳورپٽ** /Mellivora capensia / Honey Badger: ڪيرٿر نيشنل پارڪ ۾ ٿئي، اڻ لڀ آهي.

(18) **جهنگلي سوئر** /Sus scrofa /Wild Boar: نارا ڍورن ۾ عام آهي.

## سنڌ جون جاگرافيائي حدون (مختلف دَورن ۾)

(Geographical Boundaries of Sindh):

تاريخ جي مختلف دورن ۾، سنڌ ملڪ جون جاگرافيائي حدون مختلف پئي رهيون آهن.

جهڙيءَ ريت سنڌو سڀيتا وسعت اختيار ڪئي، اهڙيءَ ريت دنيا جي ڪنهن به تهذيب، پنهنجي مرڪز مان اُسري، پرامن نموني هڪ وڏيءَ سلطنت جو روپ نه ورتو آهي. سنڌو تهذيب هڪ هزار ورهين ۾ 15 لک چورس ميلن تي مشتمل پنهنجي سلطنت قائم ڪئي.

هڪ وڏي سنڌشناس (Sindhiologist) ايس. آر. رائو پنهنجيءَ تحقيق ۾ سنڌ جي جاگرافيائي حدن جو ذڪر ڪندي، ان کي چئن پرڳڻن تي مشتمل ڏيکاريو آهي:

**(1) سنڌو سلطنت جو مرڪزي پرڳڻو**(Central Province of Indus Enpire): هي پرڳڻو موجوده سنڌ ۽ پنجاب واري زرخيز ميداني علائقي تي ٻَڌل هو.

**(2) سنڌو سلطنت جو اولهندو پرڳڻو**(Western Province of Indus Empire): هن پرڳڻي ۾ بلوچستان، مڪران، خيبر ۽ بولان لڪ واري علائقي سان گڏ آڪسس ماٿريءَ (Oxus Valley) وارو اتر- اولاهون علائقو به شامل هو، جنهن مان تازو سنڌو تهذيب جا چِهه ماڳ لڌا ويا آهن.

**(3) سنڌو سلطنت جو اڀرندو پرڳڻو**(Eastern Province of Indus Empire): هن پرڳڻي ۾ گهگهر ندي (سرسوتي)، چتانگ نديءَ واري ماٿري ۽ ستلج وارو مٿيون سڄو علائقو، گنگا، جمنا جي وادي، موجوده هرياڻا (اوپر پنجاب)، اولهه راجستان، اتر پرديش (يو. پي) جو ميرٺ وارو ضلعو ۽ سڄو جمون (ڪشمير) وارو علائقو شامل هو.

**(4) سنڌو سلطنت جو ڏاکڻيون پرڳڻو**(Southern Province of Indus Empire): هي پرڳڻو ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ واري اپٻيٽ ۽ ڏکڻ گجرات واري جابلو مٿانهين ليٽائين پٽ ۽ ڪنيات نار تائين پکڙيل هو.

**راءِ دَور (500-640ع) ۾ سنڌ جون حدون:** هن دوَر ۾ سنڌ جون سرحدون ڪشمير کان وٺي سمنڊ تائين پکڙيل هيون. هن دَور ۾ راجستان ۽ ڪڇ سنڌ سلطنت ۾ شامل هئا. نامور محقق ۽ اديب ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ لکي ٿو ته، ”راءِ گهراڻي جو باني راءِ ڏياچ (ڏيواجي) هو سندس پونيرن وٽ هڪ وڏي سلطنت هئي، جنهن ۾ سنڌ، بلوچستان، ڏکڻ پنجاب، سرحد جا ڪي حصا، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ شامل هئا. ان جا انتظامي مرڪز برهمڻ آباد، سيوستان، اسڪلنده، ملتان، ڪيڪانان وغيره هئا، جڏهن ته راءِ گهراڻي جي گاديءَ جو هنڌ اروڙ هو.

**برهمڻ دَور (640 - 712ع) ۾ سنڌ جون حدون:** برهمڻ دَور ۾ به سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ اروڙ هو. هن دؤر ۾ سنڌ جون جاگرافيائي حدون، راءِ گهراڻي کان ڪافي وڏي ويون. راجا ڏاهر راجستان کي پنهنجي اثر هيٺ آندو. جتان جا راجواڙا/ راڄ، سماٽ/ سمراٽ راڄ هٿڻ ڪري سندس مخالف هئا. هن دؤر ۾ سنڌ جا چار وڏا پرڳڻا هئا، جن ۾ پهريون پرڳڻو سنڌونديءَ جي اڀرندي ڪپ وارو هو، جنهن ۾ نيرن ڪوٽ، برهمڻ آباد ۽ ديبل جهڙا شهر شامل هئا. ٻيو الهندو پرڳڻو هو جنهن ۾ سيوستان، ٻڌيه، چنڪات (چانڊڪا)، ڪوهه پايه ۽ روجهاڻ شهر شامل هئا. هن پرڳڻي جون سرحدون مڪران جي ساحل تائين پکڙيل هيون. ٽئين پرڳڻي ۾ اسڪلنده، پاٻيه، ڪتال واڙ ۽ چچ پور جا شهر شامل هئا. جڏهن ته چوٿون پرڳڻو ملتان هو جنهن ۾ سڪه، برهمپور، ڪروڙ، ڪميا ۽ ٻيا شهر موجود هئا. هن پرڳڻي جون حدون ڪشمير تائين پکڙيل هيون.

**عرب دَور (712- 1010ع) ۾ سنڌ جون حدون:** عرب دَور ۾ سنڌ ملڪ پنجن ولايتن ۾ ورهايل هو جن ۾ ملتان، منصوره، ڪزدار (خضدار)، توران ۽ مڪران شامل هئا. هرهڪ تي جدا جدا حاڪم مقرر هئا. اهڙي انتظامي جوڙجڪ جو احوال ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ پنهنجي ڪتاب ’تاريخ سنڌ- عرب دَور‘ ۾ ڏنو آهي. عرب دَور حڪومت ۾ سنڌ جون جاگرافيائي حدون ذري گهٽ ساڳيون رهيون، پر جدا جدا حاڪمن جي ڪري سنڌ جي ايڪتا تي اثر ضرور پيو. بنو اميه ۽ بنو عباس جي دورن ۾ سنڌ ۾ ڪا خاص خوشحالي نه رهي، مڪاني عرب خاندان، هبارين جي اقتدار سنڀالڻ شرط سنڌ مان سوڪهڙو ختم ٿيو ۽ سنڌونديءَ ۾ جهجهو پاڻي اچڻ ڪري زرعي ترقيءَ سبب سنڌ خوشحال ٿي.

**سومرا دَور (1010-1350ع) ۾ سنڌ جون حدون:** سومرن سنڌ تي لڳ ڀڳ 340 ورهيه حڪومت ڪئي. هن تاريخي دَور جو انتظامي تفصيل گهٽ ملي ٿو. هن دؤر ۾ سنڌ جون حدون ملتان تائين پکڙيل رهيون. ڊاڪٽر غلام محمد لاکي موجب: سومرن جي دؤر ۾ سنڌ جي حڪومت لاڙ ۽ وچولي تائين قائم هئي ۽ اهو سلسلو لاهري بندر کان سيوهڻ تائين ثابت آهي.

**سما دَور (1350-1520ع) سنڌ جون حدون:** سمن جو حڪومتي دَور 170 سالن تي ٻَڌل آهي، سما حاڪمن مان ڄام نندي جي دَور ۾ ’سما سلطنت‘ پنهنجي وسعت جي انتها کي پهتي، ٺٽو جو علائقو، اُچ، سبي ۽ لسٻيلو سنڌ ۾ شامل هئا. ان مان وسهڻ ۾ اچي ٿو ته سمن ذري گهٽ راءِ گهراڻي واري سنڌ جي جاگرافيائي حدن ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪري ورتي هئي.

**ارغون، ترخان ۽ مغل دَور (1520-1700ع) ۾ سنڌ جون حدون:** ارغون دور ڪانپوءِ سنڌ جي انتظامي وحدت ۽ ايڪتا کي ڇيهو رسيو. ڇاڪاڻ ته بکر سرڪار ترخانن کان وڻهءِ ويندي هئي ۽ ان دهليءَ جي مغلن سان ويجهڙائپ ڏيکاري، جنهنڪري سنڌ انتظامي طرح ڏکڻ ۽ اتر سنڌ ۾ ورهايل رهي، ۽ اهو سلسلو مغل دَور 1736ع تائين جاري رهيو، جيستائين ڪلهوڙن جي حاڪم مياں آدم شاهه (شهيد) 1700ع ۾ اتر سنڌ جون واڳون مغلن کان ورتيون. 1736ع ۾ آخري مغل نواب صادق علي خان ڪانپوءِ سنڌ ڪلهوڙن جي حڪمراني هيٺ انتظامي وحدت حاصل ڪئي. سنڌ جون جاگرافيائي حدون ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دؤر ۾ وڏي سبي، ڪڇي ۽ ڊادر تائين پهتيون.

**ڪلهوڙا حڪومتي دور (1700-1781ع) ۾ سنڌ جون حدون:** هن دور ۾ سنڌ جون جاگرافيائي حدون بهاولپور رياست، ڪڇ، راجستان ۽ سبزل ڪوٽ تائين رهيون. هن دور ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي صدين کان ٻن حصن ۾ ورهايل سنڌ کي هڪ ملڪ جي حيثيت ڏياري.

**ٽالپر دَور (1781-1843ع) ۾ سنڌ جون حدون:** ٽالپرن جي حڪومتي دَور ۾ سنڌ جون جاگرافيائي حدون بهاولپور رياست ۽ سبزل ڪوٽ تائين رهيون، باقي صورتحال ذري گهٽ ساڳي موجوده سنڌ واري هئي.

**انگريز دَور (1843-1947ع) ۾ سنڌ جون حدون:** هن دؤر ۾ سنڌ جا بهاولپور رياست وارا ڪجهه حصا، انگريزن بهاولپور جي نواب جي حوالي ڪيا ۽ ان لاءِ انگريزن جو ٽالپرن تي دٻاءُ به برقرار رهيو.

هن دَور ۾ سنڌ جون جاگرافيائي حدون ذري گهٽ اڄوڪيءَ سنڌ واريون ئي هيون.

## سنڌ جي ارضيات (Geology of Sindh)

سائنس جي تحقيق موجب ڌرتيءَ جو وجود/ جنم شمسي نظام سان گڏ 5 ارب ورهيه اڳ ٿيو ۽ ڌرتيءَ جي موجوده طبعي صورت جڙڻ جو سلسلو 4 ارب 60 ڪروڙ سال (4.6 billion years) اڳ ٿيو جڏهن کان ڌرتي وجود ۾ آئي. تڏهن کان وٺي اڄ تائين واري وقت کي 'تاريخي ارضيات' (Historical Geology) ۽ 'ارضي واقعات' (Geological Events) کي هڪ ڪتاب جي مختلف حصن ۽ پاڱن وانگر صفحن ۽ بابن ۾ ورڇيو ويو آهي. (ڏسو: 'ڌرتي'، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد 5، صفحو: 284). ان ريت ڌرتيءَ جي سڄي ڄمار کي ٽن وڏن پاڱن ۾ ورهايو ويو آهي، جن کي زمانو (Eras) چئبو آهي ۽ اُهي ترتيبوار هن ريت آهن:

(i) 'اوائلي حياتيءَ وارو زمانو' (Proterozoic Era)
(ii) 'آڳاٽو حياتيءَ وارو زمانو' (Paleozoic Era) ۽
(iii) 'نئون حياتيءَ وارو زمانو' (Cenozoic Era)

هر زمانو وري ننڍن پاڱن ۾ ورهايل آهي، جن کي 'عرصو' (Periods) چئجي ٿو ۽ هر هڪ دؤر کي پنهنجيون ننڍيون ننڍيون ورهاستون آهن، جن کي عهد (Epoch) ۽ 'دور' (Age) سڏيندا آهن. انهيءَ حساب سان سنڌ جو جنم اُپکنڊ (Subcontinent) واري جڙيل تاسريءَ 'سنڌ تاسر' (Indian Plate) جي 'يوريشيئين تاسر' (Eurasian plate) سان ٽڪراءَ (Indo-Eurasian Collision) واري قدرتي عمل سان 4 ڪروڙ 50 لک ورهيه اڳ ٿيو. ان کان ڇهه ڪروڙ سال اڳي 'ٽرشري پيرڊ' (Tertiary Period) ۾، اپکنڊ هڪ تمام وڏي ٻيٽ وانگر ٽيٿس سمنڊ (Tethys Sea) ۾ تري رهيو هو. انهيءَ زماني ۾ سنڌ ڌرتيءَ وارو موجوده پاڳو ٽيٿس سمنڊ (Tethys Sea) هيٺ هو. ان ريت سنڌ، 'ڌرتيءَ جي ٽئين زماني' (Tertiary Era) جي شروعات ۾ جنم وٺڻ شروع ڪيو ۽ ان کي موجوده جاگرافيائي صورت وٺڻ ۾ سادا چار ڪروڙ سال لڳا. انهيءَ زماني جي تصوراتي منظرنامي ۾ سنڌ ۽ اتر هندستان جو گهڻو حصو ٽيٿس سمنڊ (Tethys Sea) هيٺ آيل هو، پر پوءِ قدرتي طور موسمياتي ڦيرگهير، زمين جي اندرين حرڪت جي ڪري ۽ هماليا طرف وقت به وقت ايندڙ زلزلن سبب سمنڊ هيٺ آيل زمين هوريان هوريان نروار ٿيندي وئي ۽ سمنڊ هيٺ آيل زميني پاڳا مٿي اُڀري، اُسري آيا ۽ سمنڊ هتان کان پري هٽندو ويو. ارضياتي ماهرن جو خيال آهي ته سنڌ ملڪ کي جنم ڏيندڙ ٽيٿس سمنڊ آهي، ۽ ان کي سنواريندڙ، رهڻ ۽ پوکيءَ جوڳو بنائيندڙ سنڌوندي آهي.

سنڌ جي موجوده ميداني علائقن کي جوڙڻ ۾ وقت بوقت ايندڙ مٽيءَ هاٺي موسمي طوفانن ۽ سنڌونديءَ ساڻ ٻين ندين ۾ آيل ٻوڏن ۽ برساتن گڏجي زمين تي پئي لَٽ ۽ واريءَ کي پکيڙيو، وهندڙ ندين جو لٽ ۽ رَوَ زمين کي هڪ طرف مٿي ۽ ٻئي پاسي مِنو پڻ ڪندو ٿي ويو.

ان ريت سنڌ کي سرسبز ۽ آباد، شاد ۽ رونقدار بنائڻ ۾ سنڌونديءَ جو وڏو ۽ اهم هٿ رهيو آهي. سنڌوندي، سنڌ جي زمين توڙي ماحوليات کي موزون رکڻ ۾ ابتدا کان وٺي هن وقت تائين بنيادي ڪردار ادا ڪيو آهي. سنڌ جي ڌرتيءَ جي جنم وٺڻ کان وٺي، انساني تهذيبي شڪل اختيار ڪرڻ تائين سنڌونديءَ جو مک ۽ اُتم ڪردار رهيو آهي.


'اوائلي حياتيءَ وارو زمانو' (Proterozoic Era)


'آڳاٽو حياتيءَ وارو زمانو' (Paleozoic Era)


'نئون حياتيءَ وارو زمانو' (Cenozoic Era)

سنڌ، دنيا جي نقشي تي پاڪستان جي ڏاکڻي ۽ اڀرندي حصي ۾، اتر 23° 35´ کان 28° 30´ ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 66° 42´ کان 71° 10´

ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ جي وچ تي 'سرطاني تاپائين' (Tropic Cancer) پٽي جي اتر ۾ آهي. قدرتيءَ طرح هتي ايرندي کان ٿر جو صحرا، اُلهندي کان پب جبلن جون قطارون، اتر کان ڪڇيءَ جو ٽڪنڊو ميدان ۽ ڏکڻ-الهندي کان مڪران جو ڪنارو آهي.

**سنڌ جي تاريخي ارضياتي جوڙجڪ (Historical Geology of Sindh):** سنڌ جي ارضيات اصل ۾ اپکنڊ (Sub Continent) جي ارضياتي جوڙجڪ واري تاريخ سان جڙيل آهي. ڌرتيءَ جي ڪنڊائتي ٽوڙ ۽ لوڙهه واري نظرئي (Theory of Continental Drift) موجب اپکنڊ (Sub-continent) پنهنجي اصليت ۾ مهاکنڊ، پئنجيا (Pangaea) جو ئي هڪ حصو آهي، جيڪو 20 ڪروڙ ورهيه اڳ ٽيٿئس سمنڊ (Tethys Sea) وسيلي ڀهرين لائريشيا (Laurasia) ۽ گونڊوانا لينڊ (Gondwana Land) جي شڪل ۾ ڇنو ۽ ڪوهستان جا گهڻو ڪري جبل ۽ ٽڪر 6 ڪروڙ 50 لک ورهيه اڳ جڙڻ شروع ٿيا. ان زماني تائين ساهواري جيوت ڌرتيءَ تي گهڻي ارتقا ڪري چڪي هئي. بنا ڪرنگهي وارا (Invertibrate)، ڪرنگهيدار/ ڪرڙانگ (Vertebrate)، مڇيون (Fishes)، گاهه گوچر (Vegetation)، جَرَ ٿليا (Emphibia)، ٿڃائتا جانور (Mammal) ۽ پکي (Birds) پيدا ٿي چڪا هئا. سنڌ جي ارضياتي روهن ۽ ڪوهن وارا سمورا ماڳ انهيءَ انيڪ جيوت جي پنڊپهڻن (Fossils) سان سڄو جابلو سلسلو ڀريو پيو آهي.

**سنڌ جي ارضياتي اوسر (Geological Evolution of Sindh):** سڄيءَ دنيا ۾ ٿيل ارضياتي اوسر 'قدرتي لقائن' (Natural Phenomenon)، جهڙوڪ: 'زمين جي اندرين حرڪت' (Earth Movement)، جڙيل تاسرين (Tectonic Plates) جي حرڪت سبب ممڪن ٿي آهي.




انهيءَ گونڊوانا لينڊ مان 'سنڌ تاسر' (Indian Plate) 5 ڪروڙ ورهيه اڳ مدغاسڪر وٽان ٽٽي ۽ هوريان هوريان سُرندي ۽ لُڙهندي وڃي 4 ڪروڙ 50 ورهيه اڳ يوريشيئن پليٽ سان ٽڪرائي. ان جي نتيجي ۾ 'هماليائي جوان جابلو سلسلو' (Young Himalyian Mountain Range) وجود ۾ آيو. قراقرم، نانگاپربت ۽ ٻيا جابلو سلسلا به انهيءَ سلسلي جون ڪڙيون آهن. (وڌيڪ ڏسو: ٽيڪٽونڪ پليٽون، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٻيو، ص: 510)

سنڌ تاسر (Indian Plate) انهيءَ ٽڪراءَ کان ڀهرين هڪ سنوت وارو سڌو ميداني پٽ هو، اُهو ميداني پٽ اُن ٽڪراءَ ڪانپوءِ انيڪ جابلو سلسلن سان ڀرجي ويو. اِهو هماليائي جابلو سلسلو ۽ ان جون سنڌونديءَ واريون ماتريون: تبت، لداخ، ليهه، بلتستان ۽ اسڪردو ڪروڙين ۽ لکين ورهين کان زلزلن جي زد ۾ رهيون آهن. اهڙن زلزلن جي ڪري سمنڊ هوريان هوريان پوئتي هٽندو ويو ۽ پنهنجي پويان 'تهدار جابلو سلسلا' (Sedimentary Mountain Range) ڇڏيندو ويو. نندي ڪنڊ جو سليماني جابلو سلسلي ۽ کيرٿر جابلو سلسلي سان گڏ ان جا سهيوڳي ٻيا ننڍا جابلو سلسلا: گرو، کيرٿر، رني ڪوٽ ۽ لکي جابلو سلسلا اهڙن ئي قدرتي لقائن جي ڪري وجود ۾ آيا.

سنڌ ارضياتي حساب سان تمام ننڍي ڄمار رکي ٿي. اولهه واريون قديم ٽڪريون 11 ڪروڙ 70 لک ورهيه پراڻيون آهن. ارضياتي زمانن ۽ دورن جي حساب سان اِها ڄڻ ڪلهه ڪلهوڪي ڳالهه آهي.

سنڌ جي ڄُوالائي ڀرندڙ جبلن مان هڪ ڪارونجهر جبل، حياتيءَ کان اڳ واري زماني (Pre-cambrian Era) سان تعلق رکي ٿو ۽ 4 ارب 50 ڪروڙ ورهيه کان گهڻو آڳاٽو آهي.

سنڌ جي اولهه واري سرحدي پاسي واري ضلعي لسٻيلي جو پب جبل وارو سلسلو 'چن واري دور' (Cretacious Period) ۾ 13 ڪروڙ ورهيه اڳ کان 6 ڪروڙ 70 ورهيه اڳ واري زماني ۾ نڪري نروار ٿيو. ان جون ڪي پوءِ واريون ٽڪريون لکي جبل کان بڊي جبل جي سلسلي واريون آهن.

سنڌ جي هاڻوڪي 'لکي جابلو سلسلي' جي ابتدا ۽ اوسر 'ٿڃائتن جانورن جي پيدا ٿيڻ واري عهد' (Paleocene Epoch) ۾ 4 ڪروڙ 80 لک ورهيه اڳ کان 6 ڪروڙ 70 لک ورهيه اڳ تائين ٿي. انهيءَ ميڙ (Group) جا ٻيا جبل جهڙوڪ: کيرٿر جابلو سلسلي جي ڏاڙهياري جبل واري پاسي بلوچستان جي خضدار، لسٻيلي ضلعي ۽ حب پاسي جبل اُسريا. لکي جابلو سلسلي ۾ موجود وڻن جا پنڊپهڻ (fossils) ۽ مانجهند لاڪڙا ڪوئلي جا ذخيرا به ايترائي آڳاٽا آهن.

سنڌ جي لکيءَ وارو 'ٽيون جابلو سلسلو' (Tiyon Range) 'گڏهن ۽ گهوڙن جهڙن جانورن واري عهد' (Eocene Epoch) ۾ 6 ڪروڙ ورهين کان اڳ کان 4 ڪروڙ 70 لک ورهيه اڳ تائين اُسري نروار ٿيو. انهيءَ دور جي اوسر ۾ کيرٿر جبلن جي اتر- اولهه واري بڊي جبل ۽ حب جبل سان گڏ روهڙي ۽ ڪوٽڏجيءَ وارا جبل اڀي وڃن ٿا.

سنڌ جو مکيه 'کيرٿر ۽ ناڙي جابلو سلسلو'، 'باندر جهڙي مخلوق واري عهد' (Oligocene Epoch) ۾ 4 ڪروڙ ورهيه اڳ کان 2 ڪروڙ ورهيه اڳ تائين جُڙيو 'سنڌ جي ارضياتي تاريخ' (Historical Geology) ۾ ان جو نالو 'کيرٿر- ناڙي جوڙجڪ' (Khirthar- Nari Formation) آهي.

سنڌ جي جابلو سلسلي ۾ 'ناڙي- گاج جوڙجڪ' (Nari-Gaj Formation) وارا ٽڪر 'وهيل مڇي ۽ بن مانس جهڙي جانور واري عهد' (Miocene Epoch) ۾ 'ناڙي جابلو سلسلو' 2 ڪروڙ 50 ورهيه اڳ کان 18 لک سال اڳ تائين جا آهن. انهن ۾ ناڙي جابلو سلسلو 2 ڪروڙ 70 ورهيه اڳ کان 18 لک 50 هزار سال اڳ تائين ۽ نئين گاج جو جابلو سلسلو 18 لک 50 هزار ورهيه اڳ کان 12 لک ورهيه اڳ تائين واري عرصي ۾ جڙيو آهي.

سنڌ جي 'منڇر جابلو جوڙجڪ وارو سلسلو'، 'گوشت خور جانورن جي اوسر واري عهد' (Pliocene Epoch) 60 لک ورهيه اڳ تائين اُڀريو. هُن دور جون ٽڪريون، کيرٿر جي اوڀر واري وَٽ ۾ لڪيءَ جي ڀرپاسي کان گنجي ڏونگر تائين آهن. ان ريت اِها جوڙجڪ هاڙهي جبل واري وَٽ تائين ملي ٿي.

سنڌ جي ٻي ارضياتي اوسر وارو عهد 'نئين پٿر واري دور' (Pleistocene Epoch) تائين رهيو. جيڪو لاڳيتا چار 'گليشيئر/ برفاني عهد' (Glacial Epoch) رکندڙ 18 لک ورهين کان 10 هزار ورهيه اڳ تائين جو دور آهي، جنهن ۾ اول ٿر وارو ڪجهه آڳاٽو ڪارونجهر وارو ڀاڱو نروار ٿيو ۽ پوءِ ميداني علائقو جُڙيو اهوئي زمانو برفاني عهد جي خاتمي ۽ پهرين انساني تهذيب، سنڌو سڀيتا (Indus Civilization) جي شهري دور (urban .phase) جڙڻ وارو شروعاتي دور آهي.

سنڌ جو پکيڙ جي لحاظ کان، وڏو حصو سيلابي ميدانن (Flood Plains) تي جڙيل آهي. هيءُ حصو هيٺين سنڌوماٿريءَ واري تَر (ترائيءَ) (Lower Indus Basin) ۾ اچي وڃي ٿو. سنڌ پکيڙ جي لحاظ کان 140,915 چورس ڪلوميٽر ايراضي رکي ٿي، جيڪا اتر کان ڏکڻ طرف 579 ڪلوميٽر ڊگهائيءَ ۾ ۽ اوڀر کان اولهه تائين 442 ڪلوميٽر آخري حد تائين ويڪري آهي ۽ سراسري طرح سان 281 ڪلوميٽر ڊيگهه رکندڙ آهي.

سنڌ انساني تاريخ جي اوسر ۾ اهم جڳهه والاري ٿي. هن جي انهيءَ انساني تهذيبي ارتقا جي سفر ۾ سنڌونديءَ جو وڏو حصو رهيو آهي، جيڪا هماليائي جابلو سلسلن مان 2880 ڪلوميٽرن جو سفر ڪري ٿي، سنڌ ۾ ان جو ڀاڱو هڪ ڀاڱي ٿي يعني 944 ڪلوميٽر آهي. ان نديءَ جي لٽ سنڌ ملڪ جوڙيو آهي.

ارضياتي طور تي پاڪستان کي ويڪرائي ۽ ڊگهائي ڦاڪن جي حساب سان هيٺين ٽن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي:

(1) **ڪوهاٽ- پوٺوهار (Kohat Potohar) ڀاڱو:** پوٺوهار ضلعي وارو هي ماڳ اُتر ۾ ويڪرائي ڦاڪ 32° درجي کان 34° تي ۽ اوڀر ۾ ڊگهائي ڦاڪ 70° درجي کان 75° تي واقع آهي.

(2) **سليمان (Suleman) ڀاڱو:** هي ڀاڱو ويڪرائي ڦاڪ 27° درجن کان 32° درجا اتر ۽ ڊگهائي ڦاڪ 710 درجن کان 730 درجا اوڀر تي واقع آهي.

(3) **کيرٿر (Khirthar) ڀاڱو:** هي پاڪستان جي ڏاکڻي حصي ۾ اُتر ۾ ويڪرائي ڦاڪ 24° کان 30° اوڀر ۾ ڊگهائي ڦاڪ 67° کان 71° تي واقع آهي.

سنڌ ملڪ، کيرٿر واري ڀاڱي ۾ موجود آهي. ارضياتي سائنس جي حساب سان پاڪستان کي ٻن وڏن تَرن/ ترائين (Basin) ۾ ورهايو ويو آهي، جن کي 'سنڌوماٿريءَ واري تَر (ترائي)' ۽ 'بلوچستان تَر (ترائي)' چئبو آهي.

سنڌو ماٿريءَ جي ترائيءَ (Basin) کي وري وڌيڪ ٻن حصن: 'مٿين سنڌو ماٿري ترائي' ۽ 'هيٺين سنڌو ماٿري ترائيءَ' ۾ ورهايو ويو آهي.



موجوده سنڌ ملڪ هيناهين سنڌو ماٿريءَ واري ترائيءَ ۾ موجود آهي.

سنڌ کي طبعي لحاظ کان ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي، جيڪي آهن:

(1) اولانهان مٿانهان پٽ (Western Highlands)

(2) هيٺين سنڌو ماٿري (Lower Indus Valley)

(3) ريگستان (Desert)

(1) **اولانهان مٿانهان پٽ** (Western Highlands): سنڌ جي الهندي سرحد وارا سمورا ننڍا وڏا جابلو سلسلا ٿلهي ليکي کيرٿر سلسلي ۾ شامل آهن. ارضياتي وقت جي ماپي جي حساب سان انهن جي جوڙجڪ،



لکي سلسلي جي تهدار جوڙجڪ

بيهڪ ۽ دور/ عهد بنهه مختلف آهن. انهيءَ سلسلي ۾ رني ڪوٽ سلسلو ۽ لکي سلسلو چمار ۾ وڌيڪ قديم دور (پيلوسين: Paleocene) جو آهي. کيرٿر ڊيگهه ۾ 150 ميل آهي ۽ 120 ميلن تائين لاڙڪاڻي

ضلعي جي قلات سان حدبندي ڪري ٿو. انگريز دور جي جاگرافيءَ موجب اولهه وارن متانهن پٽن ۾ هالار جبل جي قطار موجود آهي. هالار جبل اصل ۾ هاڙهو جبل آهي. ان بابت سر هينري ايليٽ پنهنجي ڪتاب 'History of India' جي جلد-I جي ضميمي ۾ لکي ٿو: هن جبل جو اصل نالو هالار. هالا ۽ هاڙهو، سنڌ جي راجا 'هال' جي ڪري پيو. هُو اهي ساڳيا نالا بلوچستان جي يوناني هيلينز حاڪمن ڏانهن به منسوب ڪري ٿو. جڏهن ته بدر ابڙي موجب "هالار نالي جبل سنڌ جي جاگرافيائي حدن ۾ ڪٿي به موجود ناهي رهيو. هالار جبل اڳوڻي سنڌ جي ڪڇ واري ڀاڱي ۾ موجود رهيو آهي، جنهن جو کيرٿر جابلو سلسلي سان ڪو به واسطو ناهي."

هن سلسلي ۾ مشهور تاريخدان رحيمداد مولائي شيدائي پنهنجي قلمي ڪتاب 'روضة السنڌ' ۾ لکي ٿو ته: "کيرٿر سنڌ جي اتر وارين بگٽي ۽ مري ٽڪرين جو رخ اتر کان اولهه طرف آهي ۽ الهندي وارن جبلن جو رخ اتر کان ڏکڻ طرف آهي. اهو هاڙو جبل ئي آهي، جو سنڌ جي ميدان کي قلات کان ڌار ڪري ٿو.

کيرٿر جي اتر سنڌ سرحدي ضلعي ۾ سندس چوٽي 'ميان گن' سمنڊ جي متاڇري کان 7300 فوٽ بلند آهي. هن جبل جي مکيه چوٽي 'ڪُتي جي قبر' 7200 فوٽ بلند آهي. هن جي سڀ کان متانهين ٽڏي ماڳ کي 'گورک هِل' چيو ويندو آهي. (اڳوڻي) لاڙڪاڻي ضلعي جي ڪن ماڳن تي هن جبل جي ويڪر 12 ميل آهي. هتي هن جي قطارن جا مڪاني نالا ڪرڪري، ڪارو، زرد، پنارو وغيره آهن. انهن قطارن جون ڪجهه واديون سمنڊ جي سطح کان 4000 فوٽ بلنديءَ تي آهن. انهن وادين کي ڪن جڳهين تي پٿرن جا بند پاڻيءَ جي روڪ لاءِ ڏنل آهن. جن کي مڪاني ماڻهو 'گبربند' يا 'ڪافرڪوٽ' چون ٿا. هتي ڪن قديم شهرن جا پڙا پڻ موجود آهن. اهڙا ڪافرڪوٽ بلوچستان واري پاسي به آهن.

انهيءَ قطار يا سلسلي ۾، لکي، کيرٿر ۽ پب جبلن جون قطارون موجود آهن. ڪرو، سري جي الهندي ۾ آهي، کيرٿر جابلو سلسلي جي هڪ شاخ ڪرو جبل ڏکڻ- اوڀر ۾ موجود آهي، جنهن کي 'ڏاڙهيارو جبل' به چون ٿا. کيرٿر جي ٻي شاخ سيوهڻ جي ڀرسان آهي، تنهن کي 'لِکو ٽوڙو' ۽ لکي جابلو سلسلي جو نالو ڏنل آهي. کيرٿر جبلن جي ڏين لام ڪراچي ضلعي ۾ آهي، جنهن کي 'ڪوهستان' ڪري ڪوٺين ٿا. انهن سمورن ننڍن وڏن جابلو سلسلن جي ڇمار الڳ الڳ آهي. اهي سمورا جبل سنڌونديءَ جي ساڄي ڪپ تي آهن ۽ سنڌ کي بلوچستان کان ڌار ڪن ٿا. جيڪي تهدار، پڳل ٽتل، چيرن ۽ ڦاٽن سان ڀريا پيا آهن. مٿن ڪا به اوپڙ ۽ وڻڪار نه آهي. اوچائيءَ جي لحاظ کان هي حصا 6800 فوٽن تائين پهچي وڃن ٿا ۽ ڏاڙهياري جبل جي وڌ کان وڌ اوچي چوٽي 6000 فوٽ ٿيندي ۽ هن جو 7200 فوٽ اوچائيءَ وارو ماڳ 'ڪُتي جي قبر' نالي سان موجود آهي. اها متانهين جڳهه 'گورک جبل' جي نالي سان سڏجي ٿي ۽ ڊول ۾ اُبت چاڙهيڪن وارا جبل (Anticline) جوڙي ٿي. هن جي اڀرندي حصي کي 'ڪوهستان' سڏجي ٿو.

**(2) هيٺين سنڌو ماٿري- لاڙ** (Lower Indus Valley): سنڌ جو هڪ اهم ۽ وڏو حصو لاڙ آهي، جنهن جو رڳو 'ڊيلٽائي/ ڪيٽيائي ماڳ' (Deltic Region) 5000 چورس ميل آهي. هن کي 200 ميل ڊگهو سنڌونديءَ جي مُنهن (Mouth of River) وارو دنيا جون ستون نمبر وڏو سنڌو ڊيلٽا (Indus Delta) آهي، جنهن ۾ سنڌوندي چوڙ ڪري ٿي. هن ڊيلٽائي ماڳ واري زرخيز زمين منجهه ڪن هنڌن تي چُن جي پٿر (Limestone) جون ٽڪريون موجود آهن.

**(3) ٿر (Desert)**: سنڌ جي ڏکڻ- اوڀر واري حصي ۾ ٿر جو ريگستان آهي، جيڪو راجستان (انڊيا) تائين پکڙيل آهي. سنڌ ۾ اِهو ٿر وارو ٻريٽ 21000 چورس ميلن ۾ پکڙيل آهي. ٿر واري هن حصي ۾ گهڻو ڪري واريءَ جا ڍڙا، ڏهر، ترايون، ڊنڊون ۽ ڊورا ٿين ٿا. (وڌيڪ ڏسو: 'ٿر'، **انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٻيو، صفحو** 373). ٿر جي هن ريگستاني ماڳ جي ڏکڻ- اوڀر ڪنڊ تي ننگرپارڪر شهر ڀرسان 125 چورس ڪلوميٽرن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل هڪ ٻرندڙ جبل (Igneous Rock) ڪارونجهر موجود آهي. هيءُ جبل 'سماڪي پٿرن' (گرينائيٽ پٿرن: Granite Stones) سان جڙيل آهي، جنهن کي 'ننگرپارڪر گرينائيٽ' (Nagarpakar Granite) سڏبو آهي.

سنڌ صوبي ۽ ان جي ڀرپاسي وارا علائقا، جن ۾ مختلف جابلو ميڙ ۽ بناوٽون موجود آهن، اهي 11265 چورس ڪلوميٽرن ۾ پکڙيل آهن. سنڌ جا تهدار جبل گهڻو ڪري سامونڊي جيوت جي چنائين ڪوپن (چُن وارن ڪوپن)، ڪوڏن، سانڪوٽن وارن پنڊپهڻن (fossils) سان سٽيل



سامونڊي جيوت: سپين، ڪوڏين، سانڪوٽن، گهينگهڙن ۽ ٻين جيتن جي ڪوپن سان جڙيل تهدار پهڻ

۽ تانگهي، سامونڊي پاڻيءَ واري ماحول جي پيداوار آهن. اهي سمورا جبل سنڌ جي مشهور جابلو سلسلي کيرٿر جوڙجڪ سان لاڳاپيل آهن. جن جي عمر 13 ڪروڙ کان وٺي 7 ڪروڙ 50 لک سالن تائين ۽ ان کان 20 لک سالن تائين ڪٿي وئي آهي ۽ ان جي ٿولهه 24000 فوٽن تائين آهي. 'ڌرتيءَ جي زماني واري ڄاڻڪاري ماپي' (Geological Time Scale) مطابق هنن پٿرن جي جوڙجڪ واري عمر 'ڌرتيءَ جي حياتيءَ واري وچئين دور' (ڪريٽيشيئس: Cretaceous) 13 ڪروڙ ورهيه اڳ ۽ ڌرتيءَ جي حياتيءَ جي چوٿين زماني (Quaternary Era) جي مختلف دورن، جهڙوڪ: 'ٿڻائتن جانورن جي دور' (پيليوسين: Paleocene)، 'گهوڙن ۽

گڏهن جهڙن جانورن جي دور' (ائيوسين: Eocene)، 'ٻاندر جهڙي مخلوق جي دور' (اوليگوسين: Oligocene)، 'ٻن مانس جهڙي جانورن جي دور' (مايوسين: Miocene)، 'گوشت خور جانورن جي دور' (پلايوسين: Pliocene) کان وٺي 18 لک ورهيه اڳ واري 'ٺئين پٿر واري دور' (پلئسٽوسين: Pleistocene) تائين جي آهي. انهن عمرين وارن جبلن ۾ سواءِ 'گوشت خور جانور جي اوسر واري دور' ۽ 'ٺئين پٿر واري دور' جي، باقي سمورن دورن وارن جابلو سلسلن جو جنم سمنڊ ۾ ٿيو آهي.

**سنڌ جا ٽڪر (Indus Rocks):** ارضياتي لحاظ کان سنڌ جا ڪيرٿر وارا جبل ٻن حصن ۾ ورهايا ويا آهن، جن مان هڪ 'پارهه گروهه' ۽ ٻيو 'رني ڪوٽ گروهه' جي نالي سان سڏجي ٿو. سنڌ جي جبلن کي جوڙجڪ/ گهاڙ/ بناوت (Formation) جي آڌار تي ٻارهن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي ۽ انهن تي مقامي نالا (Type Locality) ڏنا ويا آهن. هنن جبلن جي پيدائش سمنڊ جي گهري ۽ تانگهي پاڻيءَ ۾ ٿي آهي، جڏهن ته ڪجهه جبلن جي جوڙجڪ خشڪيءَ واري ماحول ۾ ٿي آهي.

سنڌ ۾ ظاهر ٿيل (exposed) سمورن جبلن جي جوڙجڪ (formation) جو اُنهن جي عمر، اصليت ۽ منجهن موجود پٿرن سان گڏ تفصيلي ذڪر هن ريت آهي:

**پارهه ميڙ (Parh Group):** هي جبلن جو ميڙ مغل ڪوٽ (Moghal Kot)، فورٽ منرو (Fort Manro) ۽ پب (Pab) جبلن جي بناوتن تي مشتمل آهي، جيڪي 'چاڪ واري دور' جي عمر جا جبل آهن.

**رنيڪوٽ گروپ (Ranikot Group):** هي جبلن جو ميڙ، کڏهڙو (Khadahro)، ٻارو (Baro) ۽ لاکڙا (Lakhra) جوڙجڪ تي مشتمل آهي، جيڪي 6 ڪروڙ 50 لک ورهيه اڳ 'ٽٽائتن جانورن جي اُسرڻ واري دور' کان وٺي 'برفاني ڇپن جي عهد' (Glacieral Epoch) جا يعني 18 لک سال آڳاٽا آهن.

سنڌ جي جابلو 'تهه نگاريءَ' (Stratigraphy) ۾ استعمال ٿيندڙ مختلف ارضياتي اصطلاحن، جهڙوڪ: سنڌ شيلڊ (Indian Shield)، لهوارو تاڪ (Sloping shelf)، جيڪب آباد مٿاهين (Jacobabad High)، حيدرآباد ونگ (Hyderabad Arch)، سِر بحر (Foredeep)، سرحدي زمين (Borderland)، ڏار (Faults)، جوڙجڪ (formation)، ميڙ (group)، اصليت واري جاءِ (original location) ۽ تر/ ترائي (basin) وغيره جي وصف ۽ تشريح هن ريت آهن:

(1) **سنڌ شيلڊ (The Indian Shield):** سنڌ شيلڊ، جيڪا سنڌوءَ جي ڪُڪ واري تر يا ترائيءَ (basin) تي ٻَڌل ۽ مٽيل ٽڪرن (Metamorphic Rocks) ۽ سماڻي پٿرن (گرينائيٽ پٿرن) جي سلسلي سان جڙيل آهي. ان جي انتها ڏکڻ اوڀر ۾ سنڌ جا ننگرپارڪر وارا ٻرندڙ ٽڪر (Ignious Rock) آهن، جيڪي اصل ۾ سنڌ شيلڊ/ پاڪر (Indian Shield) جو ئي حصو آهن.

(2) **لهوارو تاڪ (The Sloping Shelf):** سنڌ شيلڊ جون ٻاهيون هڪ ڪشادي تاڪ (Broad Shelf) جوڙيندي هوريان هوريان اولهه ڏانهن ايڪپري نموني ۽ اتر ڏانهن سوڙهيون ٿينديون وينديون آهن. اهو ساموندي ڪشادو تاڪ آرپار موٽ (Transgression) ۽ ٻيهر موٽ (Regression) واري مک مُد تي ماڳ تي رهيو آهي. هن ساموندي تاڪ (Shelf) جي تهن جي پرتن وسيلي هن کي 'ڌرتيءَ جي چوٿين حياتياتي دور' (قديم انسان ۽ جديد انسان) جي 6 ڪروڙ 50 لک سال اڳ واري ٽٽائتي جانورن جي عهد' (Paleocene Epoch) جو قرار ڏنو ويو آهي. هن ساموندي تاڪ (Shelf) جا مک گڻ هلڪي ڪشادائي (Low amptitude) وارو جهڪاءَ (flexures) ۽ ڏار (faults) آهن. هن تاڪ تي حاوي ٻه پڌرا مثبت رخ آهن:

(1) جيڪب آباد مٿاهين (Jacobabad Heigh)

(2) حيدرآباد ونگ (Hyderabad Arch)

(1) **جيڪب آباد مٿاهين (The Jacobabad High):** هن تاڪ (Shelf) جا چٽا خدوخال جيڪي چوٿين حياتياتي دور (Quaernary Era)، 'گڏهن ۽ گهوڙن جهڙن جانورن جي عهد' (Eocene Epoch) جا 6 ڪروڙ سال آڳاٽا آهن ۽ اهي تهه 'پربت جيڏن جانورن واري دور' (Jurassic Period) جيڪو 19 ڪروڙ سال اڳ شروع ٿيو ۽ ان جي خاتمي تي 'چاڪ واري دور' (Cretaceous Period) جي تهن مٿان چڙهيل آهن. اها ساخت بلوچستان جي وسيع ۽ ويڪري زمين کان اُسري اولهه وارين ٻاهين تائين هلي وڃي ٿي. اهي ويجهي عهد، وهيل مڇي ۽ ٻاندر جهڙي مخلوق واري عهد (Miocene Epoch) تائين آيل هماليائي اُڀار (uplift) واري تحرڪ ۾ محوري پٽي (Axail Belt) کان وڏي ڪري هاٺوڪي سنڌ جي سِر بحر (foredeeps) جي جوڙجڪ ڪئي. انهيءَ هماليائي اُڀار واري تحرڪ سبب مثبت ننڍين ٽڪرين (Positive Spurs) جي لاهين، سنڌو ترائيءَ (Basin) جي ساختياتي مرڪز (Structural Axis) کي 'چاڪ واري دور' ۾ ڪيترائي ميل اوپر ڏانهن کڻي وڃي تبديل ڪيو.

(2) **حيدرآباد ونگ (The Hyderabda Arch):** حيدرآباد ونگ پنهنجي شڪل ۽ صورت ۾ هڪ سادي مرڪزي اُڀتي ڪٻ واري لاهيءَ واري (Geantielines) شڪل رکي ٿي. هن حيدرآباد ونگ جي محوري ڊيگهه (Axialary Length) 90 ميل جي آهي. هن ونگ جي اوسر اٽڪل روءِ 'پوئين چاڪ واري دور' (Late Cretaceaous Period) يعني 13 ڪروڙ سال اڳ کان 'پوئين ٽٽائتن جانورن جي عهد' (Late Paleocene Epoch) يا 'اوائلي گڏهن جهڙن جانورن جي عهد' (Early Eocene Epoch) ۾ 6 ڪروڙ ورهيه اڳ ٿي. حيدرآباد ونگ جي ايراضيءَ جو گهڻو حصو اونهاين ۾ لڪل جهميل ترن (Gesynclinal) واري ترائيءَ جو حصو آهي، جيڪا ڪنهن وڏي 'اڀتڪُبدار لاهين' (Geantielines) ۽ امڪاني طور 'اپيٽ' (Peninsular Foreland) جيان هڪ 'وڏي ساختياتي ڪونار' (Broad Structural Trough) جي شڪل ۾ ايرندي سنڌو ڪنار سان لڳ درياهي ريت هيٺان پنهنجو وجود رکي ٿي.

حيدرآباد ونگ نه رڳو هن علائقي جي وڏي ارضي ساخت کي والاري ٿي، پر اها ائين ٽڪي ناهي جيئن بلوچستان جي گهٽي ٽٽي ارضي ساخت آهي، تنهن هوندي به اها ونگ تمام گهٽڻ ٿي ارضي

ساخت جي ابت کپ وارين جابلو لاهين جي لپيٽن (folds) کي والاري ويٺي آهي. حيدرآباد ونگ ان ريت پڌري ۽ نروار بہ آهي، جيئن هممعصر دور جي سنجواني (Sanjwani) نروار آهي. جو تہ اها ونگ سنڌونديءَ جي لٽ سان پريل آهي.

(3) سِر بحر (The Foredeep): سنڌ جي ساموندي ٽاڪ (shelf) واري هيناهين (depression) اپڪري ليکائين آهي ۽ هن جون ڪجهہ صورتون، جهڙوڪ: ڪراچي ڪاري ڪار/ اپسمنڊ وانگي (Karachi Emboyment) ۽ ڪراچيءَ جي ڪاهي (Karachi Trough) آهن. اهي صورتون سوئي- سليماني ۽ ٻنون سوان ڪاهين ڪان وٺي سربحر جي گردشي ليڪ (Geosyncline) تائين آهن. ڪراچيءَ ڪاهي ڪان سواءِ اهڙين سمورين هممعصر ڪاهين جي جوڙجڪ ۽ بنياد ساڳئي نموني جو آهي. انهين ڪاهين جا تهہ 'پربت واري جيوت واري وقت ڪانپوءِ واري عهد' (Post Jurassic Epoch) جا ۽ گهٽ ۾ گهٽ 30000 فوٽ ٿلها، ويڙهيل (folded) جوان، وڏيڪ چٽا ۽ نروار آهن.

(4) ڏار (Fault): سنڌ ۾ ان جي پرپاسي وارن علائقن واري زمين ۾ انيڪ ڏار موجود آهن. جن ۾ ڏڪيندڙ ڏار (Thrust Faults)، سڀ ڪان خطرناڪ آهن. جيڪي زمين جي اندرئين حرڪت، ڏڪڻ وارن علائقن





(Thrust Zone) سبب زلزلن (Earthquake) ۽ نئين جوڙواد (Newtectonism) جو ڪارڻ بڻجن ٿا. اهي ڏار بنيادي طرح سان ٻن قسمن جا آهن:

(5) ابتا ڏار (Reverse faults): اهي ابتا ڏار هڪ وڏي زاويي سان زمين جي اونهائيءَ ۾ لڙي ويا آهن.





ابتا ڏار (Reverse Fault)

ابتا ڏار (Reverse Faults) ٻين ننڍين وڏن ڏارن جي ڀيٽ ۾ وڏيڪ تازا ۽ يڪ رنگا هوندا آهن. اهي ڏار ٽاڪرو پچ ڏاهہ واري سگهہ رکڻ سبب اُن جي علائقائي صورت ۽ شڪل تبديل ڪري سگهن ٿا. اها صورت لپيٽيل (folded) ٽاڪرو جوءِ ۾ خاص طرح سان نروار آهي.



ترڪندڙ ڏار (Slip Faults)

ابتن ڏارن جي ڀيٽ ۾ عام ارضي ڏار جن کي ترڪندڙ ڏار (Slip faults) يا ڇِڪ وارا ڏار (Gravity faults) چوندا آهن. سي ايڏا اهم نہ هوندا آهن.

(6) سرحدي زمين (The Borderland): سنڌ جي سرحدي زمين سنڌو ترائيءَ (Basin) جي ڪُک ڪان اولهہ بلوچستان جي سرحدي زمين لڳولڳ آهي ۽ اها بلوچستان ترائيءَ (Basin) کي سنڌ ترائيءَ ڪان جدا ڪري ٿي. اهو هڪ اندازو آهي تہ 'پوئين پربت جيڏي جيوت واري دور' (Late Jurrassic Period) 13 ڪروڙ ورهيہ اڳ 'ٽٽائتن جانورن جي عهد' (Paleocene Epoch) يا اوائلي گڏهن ۽ گهوڙن جهڙن جانورن جي عهد' (Early Eocene Epoch) ڪان وٺي 'گوشت خور جانورن جي عهد'



(Pliocene Epoch) ۽ 'نئين پٿر جي زماني' (Pleistocene Epoch) تائين ارڙهن لک ورهيہ اڳ تائين سنڌ جي جابلو جوڙجڪ ٿيندي رهي آهي.

اها جوڙجڪ صاف نموني ڪليل ۽ اُپي آهي ۽ عام طرح سان ٻانهين جي پاسي ڪان 'ابتي ڏارن' (Reverse Fault) وسيلي ٽاڪرو پيرن ڪان ٽورو مڙي ٿي. ان جي گهڻين شڪلين ۾ ان جا 'اُيا تهہ' (Starta) مٿاهين ڪان لڙيل آهن. هن ويڙهي نما جوڙجڪ ۾ (Recumbent Folds) موجود آهن. اهي ويڙهاڪا (Folds) تيز درجي

(Strong degree) وارا ۽ پنهنجي ڌڳهي مرڪز (axial) واري سلسلي ۾ پاڻ ۾ ڪو گهڻو فرق نہ ٿا رکن. اهي عام لڙيل وَر (plunging folds) گهڻو ڪري پُريا پيا آهن. جهڙوڪ: منگهي پير جا لڙيل ابتي ڪُٻ وارا چاڙهيڪا آهن.

سنڌوءَ جي ٽاڪرائين ايراضيءَ جي لهواري تاڪ (Sloping Shelf) واري ايراضيءَ وچان لچڪيدار آهي، اتي جا وَر (folds) ان پٽي جي ساختياتي صورت ۾ بنهہ معمولي ڪردار ادا ڪن ٿا. اهي هڪ وڏو جهڪاءُ ۽ لاهہ رکن ٿا. ان جو عام طرح سان لاڙو اتر- ڏکڻ ڏانهن آهي. انهيءَ تاڪ واري ايراضيءَ جو تفصيلي نقشو ظاهر ڪري ٿو تہ اها ايراضي ورن (folds) ابت ڪُٻ وارين لاهين ۽ هم جوڙ جهڪاءُ (syncline) جوڙيندي اتر- ڏکڻ ڏانهن لڙي ٿي. هتي پوروچوڻ سان ٽي (3) وَرَ (folds) اتر- ڏکڻ سڌ رکندڙ نظر اچن ٿا، جيڪي هن ريت آهن:

(1) پَٻ سلسلو (Pub Range)

(2) کيرٿر سلسلو (Khirthar Range)

(3) لکي سلسلو (Laki Range)

ڪوهستاني ايراضيءَ جي ساخت 'هڪ رُخن وَرن' (Monoclinal Folds) جي شڪل ۾ هڪ ٻئي مٿان وريل وَرن جي صورت ۾ اولهائين پاسهينءَ تي ۽ ساڄيءَ ريت اتر- ڏکڻ وارو لاڙو رکي ٿي.

کيرٿر سلسلي واري انهيءَ ساخت جي ماپ ڊيگهہ ۾، 50 ميل ۽ ويڪر ۾ 20 ميل ۽ سامونڊي سطح کان وڌ ۾ وڌ 6800 فوٽ مٿاهين 'ڪتي جي قبر' جي صورت ۾ 'پربت جيڏي جيوت واري دور' (Jurrassic Period) جي آهي، جيڪو 19 ڪروڙ کان 13 ڪروڙ سال اڳ تائين رهيو.

ٻاڙي (ٻاري) جي ساخت لکي سلسلي ۾ ڊيگهہ 5 ميل ۽ ويڪر 2 ميل رکي ٿي.

هڪ ٻي ڊولائتي ۽ سهٽي نموني واري لهواري ساخت، جيڪا رني ڪوٽ جي چوٽيءَ (Crest) وٽ پڌري آهي. اها 'ٿڻائتن جانورن جي عهد' (Paleocene Epoch) جي جوڙجڪ رکي ٿي، جڏهن تہ تيل ڪمپنين جي 'کاٽين کوٽڻ ڪري' (Mining) هن جي گهري اونهائيءَ مان 'چاڪ واري دور' (Cretaceous Period) جا تهہ مليا آهن. جتان ڪيترائي ڊولائتي ورن وارا کُبن چاڙهيڪن وارا ساختياتي نمونا درياهي روَ ۽ لٽ جي هيٺان لڌا ويا آهن، جيڪي جيڪب آباد، ماڙي، خيرپور ۽ ڪنڊڪوٽ ۾ موجود آهن. اهي ڊولائتا ۽ جابلو ٻانهين سان 2 ۽ 5 درجي (Degree) تي لڙيل آهن. هتي دورن جي حساب سان ڪي ناممڪن صورتون بہ نظر آيون آهن، جيڪب آباد ۾ ٿڻائتي جانورن جي عهد (Paleocene Epoch) وارا تهہ، پربت جيڏي جيوت واري دور (Jurrassic Period) مٿان وريل آهن.

**(7) چيريل ڏار (Tear Faults):** اهي ڏار زمين جي اندر تائين اڀي/ عمودي نموني هيٺ لڙيل هوندا آهن ۽ علائقائي طرز تي 45 ڊگرين تي ملي وڃن ٿا.

سر بحر واري هيٺاهينءَ ۾ اتر ۽ ڏکڻ وارا ڏار نظر هيٺ رکڻ جهڙا آهن، جيڪي ارضي وَرن (folds) سان گهڻو ڪري متوازي هلن ٿا ۽ لکي جابلو سلسلي ۾ اوڀرائين ٻانهين (eastern flank) کان 35 ميل ۽ لکي شاهہ صدر کان رني ڪوٽ ڏانهن بہ اڳتي ڏکڻ ڏانهن هليا وڃن ٿا، جتي آسماني پٿرن (Celestite)، ٻئرائيٽ (Barite) ۽ سيلائيٽ (Calite)



چيريل ڏار (Tear Faults)

جا ذخيرا موجود آهن. اتي ڏار واري ميدان (Fault plane) ۾ لکي ۽ پٻ جابلو سلسلي ۾ انيڪ ڏار نقشائي صورت تي موجود آهن، پر اهي ايڏا اهم ان ڪري نہ آهن، جو انهن مان ڪو بہ واضح نموني علائقائي زميني چرپر ۽ تبديليءَ جو ڪارڻ نہ ٿو بڻجي.

بدر ابڙو پنهنجي ڪتاب 'کيرٿر جو سفر' ۾ کيرٿر، سليمان ۽ لوڻيائي خطي (Salt Zone) ۾ ارضيات جي ڏارن وارن علائقن ۽ 'ڏکڻ وارن علائقن' (Thrust zone) ۾ ڪراچيءَ جي ڊيلٽائي علائقي ۽ مڪران جي سامونڊي ڪناري سان ڇئن ڏارن جو ذڪر ڪري ٿو. انهن مان پهريون الله بند ڏار آهي، جيڪو شاهہ بندر، جاتي، پاڪستان اسٽيل مل کان هلندو ڪراچي شهر جي اوپر مان گذرندو وڃي راس مُونز (Cap Manze) وٽ ختم ٿئي ٿو. ٻيو ڏار رڻ ڪڇ کان شروع ٿئي ٿو. ٽيون ڏار پٻ جابلو سلسلي ۾ آهي ۽ مڪران جي سامونڊي ڪناري وٽ عربي سمنڊ ۾ وڃي ختم ٿئي ٿو. چوٿون ڏار جام شوري ضلعي ۾ سورجاڻي کان شروع ٿي ڪراچيءَ جي پسگردائيءَ ۾ ختم ٿئي ٿو. انهن ڇئن ڏارن سان لاڳاپيل ڪڇ ۽ سنڌ ۾ آيل انيڪ زلزلن جي تاريخ اچي وڃي ٿي.

**ميڙ (Group):** هيءَ جبلن جو اهڙو ميڙ (Group) آهي، جنهن کي ڪنهن مليل پئماني (Scale) مطابق نقشي تي آڻي سگهجي.

**جوڙجڪ/ بناوت (Formation):** اهڙن جابلو تهن جي ميڙ کي جوڙجڪ چئبو آهي، جيڪي پنهنجي رنگ، ڍنگ ۽ بناوت جي لحاظ کان ٻين جبلن کان جدا ڪري سگهجن ۽ ٻنهي پاسن کان ڪجهہ ڪلوميٽرن تائين پکڙيل هجن ۽ پڻ انهن کي ڪنهن مليل ماپي مطابق نقشي تي آڻي سگهجي.

**اصلي جاءِ (Original Location)**: هيءُ اهو هنڌ/ ماڳ ٿئي ٿو جنهن جي نالي پٺيان ڪنهن مخصوص بناوت/ فارميشن کي اُن جو نالو ڏنو ويندو آهي ۽ اهو ماڳ تاريخي يا جاگرافيائي طور مشهور هوندو آهي.

**تر/ ترائي/ هيٺانهين (Basin)**: هيءَ سمنڊ ۾ هڪ اهڙي هيٺانهين ٿئي ٿي، جيڪا سمنڊ جي ڪناري ڪان سمنڊ جي ڪناري تائين پکڙيل ٿئي ٿي ۽ ان ۾ هزارين فوٽن جي تهدار جوڙجڪ ٺهڻ جي گنجائش هوندي آهي.

**سنڌ جا جبل (Indus Rocks)**: سنڌ ۾ ٻن قسمن جا جبل ملن ٿا، ٻرندڙ جبل (Igneous Rocks) ۽ تهدار جبل (Sedimentary Rocks)، سنڌ ۾ 'تبديل ٿيل جبل' (Metamorphic Rocks) ڪونه آهن.

**ٻرندڙ جبل (Igneous Rocks)**: ٻرندڙ جبل زمين ۾ موجود آتشي مادي (Magma) جُوالائي عمل (volcanic activity) سان ٺهن ٿا. سنڌ ۾ هي جبل ننگرپارڪر ۾ 'ڪارونجهر' جبل جي نالي سان مشهور آهن ۽ پارڪر جي چوڌاري ننڍن ٽڪرن جي صورت ۾ موجود آهن. سنڌ ۾ اهي جبل سڀ ڪان آڳاٽا آهن.

ڪارونجهر جبل 'ساهواري جيوت ڪان آڳاٽي زماني' (Precambrian Era) ڪان به گهڻو قديم آهي. هن جبل جي ڄمار 4 ارب 50 ڪروڙ ورهين ڪان به گهڻي آڳاٽي ٿي سگهي ٿي. سمنڊ مان سڄي سنڌ ڌرتيءَ جي ظاهر ٿيڻ ڪان پهرين هي ٽڪريون سمنڊ مان ٻاهر آيون هيون.

ائين چئي سگهجي ٿو ته ڪارونجهر وارن ٽڪرن جو جنم 'پاتال واري زماني' (Haden Era) ۾ 4 ارب 60 ڪروڙ ورهيه اڳ ۾ ٿيو هوندو. جڏهن ڌرتيءَ جي طبعي لقاءَ وارو منظرنامو هن ريت هو. جو هر پاسي گندرف سڙڻ، آتشفشاني ۽ ٻرندڙ جبل ڦاٽڻ سبب پٿر جي مينهن جو وسڪارو پئي ٿيو، هوا گرم ٻاڦ واري هئي، هڪڙو لاوو (Lava) مس ٺريو ٿي ته ٻئي تتل ڳار (Magma) ۾ دفنائجي ٿي ويو.

ڪارونجهر جبل جي ڄمار بابت بدر ابڙي جو اندازو آهي ته "ڪارونجهر جبل 4 ارب 70 ڪروڙ ورهيه اڳ جنم ورتو هوندو." ڪارونجهر جبل ننگرپارڪر شهر لڳ هڪ وڏي قطار واري صورت ۾ ڪڪڙ جي آنن وانگر ڦريو اچي ٿو. جنهن جي وچ ۾ ماٿريون آهن. انهيءَ گول قطار جي ٻاهرين گولائي ڪٿي چاليهه ميل آهي ته ڪٿي ويهه ميل آهي. هن جبل جي وڏي ۾ وڏي چوٽي سمنڊ جي سطح ڪان هڪ هزار فوٽ مٿي آهي. هن ۾ انيڪ پاڻيءَ جا جهرڻا ۽ جابلو نئيون آهن، جيڪي دائم جهرڻن ۽ منداٽئين ندين جي صورت ۾ وهي وڃي. ڪچ واري برپٽ (ڀڙچاڙ) ۾ پون ٿيون.

هنن ٻرندڙ جبلن ۾ انيڪ رنگن جا ٽَڪَرَ ۽ پهڻ ملن ٿا، جن ۾ ٻه رنگ خاص آهن: هڪڙو ڳاڙهو ۽ ٻيو اڇو رنگ. انهن ٽَڪَرن ۾ انهن ٻن رنگن ڪان سواءِ ٻيا به ساوا ۽ نيرن ورن وارا رنگ به موجود آهن، جنهنڪري اهي ڪارونجهر وارا جبل ويجهي ڪان رنگارنگي پري ڪان ڪاري ورن تي ڏسڻ ۾ ايندا آهن. هي ٽَڪَر پنهنجي جوڙجڪ ۾ تمام سخت آهن ۽ عمارتن ٺاهڻ، سمنڊ کي بند ٻَڌڻ جي ڪم اچي سگهن ٿا. هتي جا پٿر رنگارنگي هئڻ ڪري انهن مان جوڙيل عمارتون تمام سهڻيون ڏسڻ ۾ ايندڙيون آهن. هنن جبلن ۾ مختلف قسمن ۽ رنگن جي مٽي (Clay) به ليپي ٿي، جنهن مان اتي جا ماڻهو ٺڪر جا ٿانوَ ٺاهيندا آهن ۽ ڪچن گهرن کي ليپوءَ پوچي ڏيڻ جي ڪم ۾ به آڻيندا آهن. هنن جبلن مان قيمتي پٿر به ملن ٿا، جيڪي اڄڪلهه چوريءَ ٽرڪن ۾ ڀري ڪراچيءَ نيا وڃن ٿا.

**تهدار جبل (Sedimentary Rock)**: سنڌ جا تهدار جبل ٽيٿئس سمنڊ (Tethys Sea) جي تري ۾ ڪروڙين سال اڳ جڙڻ شروع ٿيا هئا. اهي جبل ساموندي جيوت جي چُن وارن ڪوين مان جڙي راس ٿيا. انهيءَ ساموندي جيتامڙي جيوت ۾ گهينگهڙا، سپيون، ڪوڏيون، ڪوڏ ۽ سانڪوٽا ۽ انهيءَ نوعيت جي ٻي جيوت جا ڪويا شامل هئا، جيڪا ٽيٿئس سمنڊ ۾ عام جام هئي. سنڌ تاسر (Tertiary Indian Plate) وارو اهو حصو، جنهن تي اڄ مرڪزي ڀارت (Central India) موجود آهي، سو ان زماني ۾ به سڌو پٽ هو. ان زماني ۾ سنڌ وارو سڄو علائقو سمنڊ هيٺ هو. اتر ڏانهن سنڌ تاسر (Indian Plate) جي لڙهڻ ۽ سُرڻ واري ڏگهي پنج ڪروڙ ورهيه اڳ واري 50 لک ورهين جي سفر ۾ هڪ خاص



داٻ ۽ ڀيڪوڙ پيدا ٿيو جنهنڪري ساموندڪي تري ۾ ساموندي جيوت جي ڪوين سان سٽيل تهه اوپرءِ اولهه طرف ڏانهن لڙيل ۽ اُپريل هئا ۽ سنڌ تاسر جي سَنڌن وٽ اولهائين داٻ ۽ ڀيڪوڙ جي ڪري انيڪ جابلو سلسلا اُتر- ڏکڻ ڊيگهه ۾ جڙي راس ٿيا.

هڪ ٻيو اپياسي مفروضو به ان ۾ شامل آهي ته، لکين ۽ ڪروڙين ورهين تائين ڌرتيءَ جي ٻرندڙ ۽ ٻين جبلن تي پوندڙ برسات ۽ طوفانن سبب پيدا ٿيل ڀڳ ڀورَ نئن ۽ ندين جي وهڪري وسيلي اچي ڪري سمنڊ ۾ پوندي آهي، جتي اها تهن جي صورت ۾ جمع ٿيندي رهي ٿي. هنن تهن ۾ اُن دور جا ساموندي جانور ۽ ٻوٽا 'پنڊ پهڻ' (Fossils) جي صورت ۾ گڏ ٿيندا ويا. سمورا تهدار جبل هميشه ساموندي تري ۾ جڙندا رهندا آهن. جيستائين انهن تهن تي زلزلن ۽ ٻين قدرتي زميني حرڪت جو اثر نه ٿيو هجي.

سنڌ جي تهدار جبلن (Sedimentary Rocks) کي جاگرافيائي لحاظ کان ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي، هڪڙو لکي جبلن جي قطار ۽ ٻيو ڪيرٿر جبلن جي قطار. اِها ورهاست رنگ جي بنياد تي آهي، جيئن ته ڪيرٿر جبلنَ جي قطار جو رنگ ڪيرجهڙو آهي، تنهنڪري انهن کي ڪيرٿر سڏيو وڃي ٿو. ڪيرٿر جبلن جي قطار جي ٻاهران جيڪي ننڍيون ننڍيون

چوٽيون آهن. تن کي لَکي جبلن جي قطار سڏيو ويندو آهي. کيرٿر جبلن جي قطار ۾ اوچي ۾ اوچي چوٽي سمنڊ جي سطح کان 2786 فوٽ مٿي آهي ۽ ’ڪتي جي قبر‘ جي نالي سان مشهور آهي.

سنڌ جي ٿهدار جبلن جون قطارون سنڌ جي اولهندي حصي ۾ آهن ۽ انهن جو رخ اتر کان ڏکڻ طرف آهي. سنڌ جي ٿهدار جبلن (Sedimentary Rocks) کي سندن ٺهڻ جي حالت ۽ ڄمار جي بنياد تي مختلف طبقن ۾ پاڳن ۾ ورهايو ويو آهي. سنڌ ۾ سڀ کان آڳاٽا ٿهدار جبل، ’ڪڏڙو‘ ۽ ’پب‘ مشهور آهن ۽ اهي ٿهدار جبل ضلعي ڄامشوري جي قديم تاريخي ماڳ آمريءَ وٽ پوريءَ طرح ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هنن ٿهدار جبلن ۾ چن جو پٿر (Lime Stone) ۽ واريا سو پٿر (sandstone) سليٽي ڪچو پٿر (Shale) ملي ٿو. هن جوڙجڪ جي تهن ۾ انيڪ قسمن جي ساموندي جيوت پنڊپهڻ جي صورت ۾ موجود آهي. ڪڏڙي ۽ پب جي تهن مٿان وري ’رني ڪوٽ‘ (روٽي ڪوٽ) جوڙجڪ وارا تهه ملن ٿا، جيڪي 2000 فوٽ ٿلها آهن. هي تهه رني ڪوٽ ۽ آمريءَ لڳ پوريءَ طرح ڏسي سگهجن ٿا. انهيءَ ڪري انهن تهن جو نالو ’رني ڪوٽ جوڙجڪ‘ (Ranikot Formation) آهي.

رني ڪوٽ جابلو جوڙجڪ جي تهن مٿان وري لکي جابلو سلسلي واري جوڙجڪ جا تهه اچن ٿا، جيڪي 5000 فوٽن کان 8000 فوٽن تائين ٿلها آهن. هن جوڙجڪ ۾ چُن جي پٿر (Lime Stone) ۽ واريا سي پٿر (Sand Stone) کان سواءِ ڪوئلي (Coal) جا تهه به ملن ٿا، جيڪي ضلعي ڄامشوري جي لاکڙا ۽ ٺٽي ضلعي ۾ جهمپير جي ميٽنگ واري ماڳ وٽ آهن.

لکي سلسلي جي جوڙجڪ وارن تهن مٿان وري کيرٿر سلسلي جا تهه اچن ٿا، جيڪي 3000 کان 9000 فوٽ ٿلها آهن. هن جوڙجڪ جي تهن ۾ رڳو چن جو پٿر ملي ٿو ۽ ان ۾ بي انتها ننڍي ننڍي ساموندي جيوت پنڊپهڻ (fossils) صورت ۾ موجود آهي. کيرٿر جابلو سلسلي مٿان وري ناڙي جبلن جي سلسلي وارا تهه ملن ٿا. هن سلسلي جا تهه ٻن پاڱن ۾ ورهايل آهن. هڪ مٿيون پاڱو ۽ ٻيو هيٺيون پاڱو. مٿئين پاڱي ۾ واريا سو پٿر ۽ هيٺئين پاڱي ۾ چناڻون پٿر ملي ٿو. هن سلسلي جا تهه 400 کان 876 فوٽن تائين ٿُلها آهن. هن جوڙجڪ واري سلسلي جا تهه ناڙي نئن وٽ چڱيءَ طرح ڏسي سگهجن ٿا. تنهنڪري ’ناڙي جوڙجڪ‘ (Nari Formation) سلسلي وارا تهه سڏجن ٿا.

ناڙي جوڙجڪ سلسلي مٿان وري گاج سلسلي جا تهه شروع ٿين ٿا. جيڪي 1300 فوٽ ٿُلها آهن ۽ گاج نئن وٽ پوريءَ طرح ڏسي سگهجن ٿا. هنن تهن ۾ رڳو چن جو پٿر ملي ٿو گاج جوڙجڪ سلسلي وارن تهن مٿان وري منڇر جوڙجڪ (Manchar Formation) وارا تهه شروع ٿين ٿا، جيڪي 1000 فوٽن تائين ٿلها آهن ۽ ان ماڳ وٽان منڇر ڍنڍ وٽ پوريءَ طرح ڏسجڻ ڪري اهي منڇر جوڙجڪ وارا تهه سڏجن ٿا. هنن تهن ۾ هاٿين، گهوڙن ۽ گينڊن (Rhinoceros) جا هڏا پنڊپهڻ (fossils) جي صورت ۾ ملن ٿا. ’هنن تهن ۾ چن جي پٿر، واريا سن پٿرن ۽ گول پٿرن (ڪانگلوميريٽ: Conglomerate) وارو وڏو تهه موجود آهي.

**مغل ڪوٽ جي بناوت/ جوڙجڪ (Mughalkot formation):** سال 1959ع ۾ هن جوڙجڪ کي ’مغل ڪوٽ جوڙجڪ‘ جو نالو وليئم (William) ڏنو. هن جوڙجڪ کي سال 1908ع ۾ ريڊنبرگ جو هيمي نيوسٽس چن جو پٿر (Hemi-neustes Limestone of redenburg) سال 1879ع ۾ ’چن جو پٿر هيپيرائٽس بلئنفورڊ‘ سان گڏ (Limestone with Hipperites Blanford) سڏيو هو. هن جوڙجڪ جو نالو ’هنٽنگ سروي ڪارپوريشن‘ 1961ع ۾ ٺهيل مغل ڪوٽ پوسٽ سان منسوب ڪيو. اها ٽاڪرو جوڙجڪ سليماني سلسلي ۾ پاره چن واري پٿر (Parah limestone) ۽ پب واريا سي پٿر (Pab Sandstone) جي وچ ۾ سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ٿي آهي. هي سنڊيمن قلعي (Fort Sundeman) ۽ ديري اسماعيل خان روڊ کان اولهه طرف 5 ڪلوميٽرن تي واقع آهي. سنڌ ۾ هيءَ جوڙجڪ ’ٻاڙي نالي‘ (Bara Nala) وٽ رونما آهي. هن ۾ هڪ سخت قسم جو سفيد چن جو پٿر ٿئي ٿو. جيڪو ان لاهيءَ کان تمام گهڻو ’پب واريا سو پٿر‘ ٿيندو وڃي ٿو. گاج نئن وٽ هن جوڙجڪ ۾ ڪيترائي پٿرن جا ڍير ۽ وڏا ڦاٽ آهن. ’ٻاڙي نالي‘ ۾ هن جوڙجڪ جي ٿولهه 330 فوٽ آهي، جڏهن ته ڪاٽين کوٽڻ (drilling) دوران ڪنڊڪوٽ وٽ 76 فوٽ ۽ ڏبو ڪاڙي (Dabbo Creek) ڪراچيءَ وٽ 270 فوٽ آهي. هن جوڙجڪ مان ليندڙ حيواني جيوت جا پنڊپهڻ (Fossils) تازي ڪاري پاٽيءَ ۾ رهندڙ ساموندي جيوت جا آهن، جنهن جي بنياد تي اندازو لڳايو ويو آهي ته هن جوڙجڪ جي پيدائش ’تانگهي ساحلي ماحول‘ (Shallow Marine Environment) ۾ ٿي آهي. هن جوڙجڪ جي عمر ’چن واري دور‘ جي آهي، جيڪا ڌرتيءَ جي ’يون جاٽڪاريءَ واري وقت جي ماپي‘ پٽاندر 7 ڪروڙ 20 لک سال پراڻي آهي.

**پب بناوت/ جوڙجڪ (Pub Formation):** هن جابلو جوڙجڪ کي اهو نالو هڪ ارضياتي ماهر ريڊنبرگ (Redenburg) سال 1906ع ۾ ڏنو هو. جنهن 1876ع ۾ بلينفورڊ (Blanford) ’چن واري دور‘ ۾ ’واريا سي پٿر‘ (Sand Stone) جو نالو بدلائي اهو نالو رکيو. سڀ کان پهرين هن جوڙجڪ جو نالو ريڊنبرگ سال 1906ع ۾ ’پب واريا سو پٿر‘ (Pub Sandstone) رکيو. جيڪو پب جبلن جي قطار تان ورتو ويو آهي. هن جوڙجڪ جي اصليت واري جاءِ سال 1958ع ۾ وليئم (William) ويراب نئن (Werab Nain) جي اولهه ۾ ٻڌائي آهي، پر سنڌ ۾ هي جوڙجڪ آمري ريلوي اسٽيشن جي اولهه ۾ لکي سلسلي جي قطار ۾ موجود ’ٻاڙي نالي‘ وٽ ظاهر آهي. هن جاءِ تي پب وارو واريا سو پٿر، پوري ناسي ۽ گلابي رنگ ۾ ليپي ٿو. ڪيترن ئي هنڌن تان مليل انهن پهڻن مٿان وڏا ڪارا داغ پڻ آهن. هن جوڙجڪ جو ’واريا سو پهڻ‘ (Sand Stone) پورو ۽ نرم ٿئي ٿو. هن ۾ بلوري پٿر جا سليڪائي گول شيشائي داڻا گهڻو ڪري ٿولهه جي لحاظ کان سرنهن جي داڻي کان وٺي پٽاٽي جيترا 2 کان 4 انچ ٿولهه وارا ٿين ٿا. پب واريا سو پٿر، لکي جابلو سلسلي ۾ ڪاري پٿر جا

هڪ ٻئي مٿان ٻہ تہ آهن. جن جي ٿولهہ 100 فوٽ آهي. ٻاڙي نئن ۾ واريا سي پاڻٺي جوڙجڪ جي ٿولهہ 870 فوٽ آهي ۽ سنڌ جي ٻين ماڳن، جهڙوڪ: ڪراچيءَ ۾ 28 فوٽ ۽ لاڪڙا وٽ اِها ٿولهہ 100 کان 300 فوٽ آهي. هن جوڙجڪ جي عمر 'چن واري دور' کان وڌيڪ لڳي ٿي، جيڪو 7 ڪروڙ 20 لک ورهيہ پراڻو آهي. هن جوڙجڪ ۾ ورلي ڪي پنڊپهڻ لڀن ٿا. هن جوڙجڪ ۾ موجود اوائلي بناوتن (Primary Structures) جي آثار تي چئي سگهجي ٿو تہ ان جو جنم ساموندي ساحلي ڪناري واري ماحول ۾ ٿيو آهي.

**کڏهڙو بناوت/ جوڙجڪ (Khadro Formation):** هيءَ جوڙجڪ اُتر ويڪرائي ڦاڪ وٽ 26 ڊگرين 7 منٽ ۽ 8 سيڪنڊ ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي 67 ڊگري، 35 منٽ ۽ 9 سيڪنڊ تي آمريءَ جي اولهہ ۾ موجود آهي. هن بناوت تي اهو نالو وليئمس (Williams) سال 1959ع ۾ رکيو. هن گهاڙ کي گهڻو اڳ بلينفورڊ (Blanford) جي نالي تي سال 1878ع ۾ 'ڪارڊيٽا بيومانٽي هنڌ' (Cardita beaumenti Beds) جي نالي سان سڏيو. هن جوڙجڪ کي 'ڪرخ' (Karkh)، 'گدڙ ڍور' (Gidar Dhor)، 'جکير' (Jakhir) ۽ 'بدڪچو' (Badkachu) ۽ ٻہ جوڙجڪ وارن مختلف نالن سان پڻ سڏيو ويو. سال 1952ع ۾ ايمس (Eames) هن بناوت کي وليئمر ترڪيبي ڪچو پٿر (ڪارڊيا شيل Cardiashale) سڏيو ۽ سال 1959ع ۾ جوڙجڪ جي اصليت واري جاءِ 'ٻاڙو نئن' ٻڌائي، جيڪا لڪي جبلن جي قطار جي اوڀر ۾ آهي. هن جوڙجڪ جو نالو 'کڏهڙو نئن' تان ورتو ويو آهي، جيڪا آمري اسٽيشن جي اولهہ ۾ آهي. هن گهاڙ/ جوڙجڪ ۾ گهڻو ڪري چُن وارو پٿر (Lime Stone)، واريا سو پٿر (Sand Stone)، تهدار پٿر (Shale) چُن بردار (Marl) ۽ چيرولي (Gypsum) ملن ٿا. هن بناوت کي ان ۾ موجود پٿرن جي بنياد تي هيٺيئن، وچئين ۽ مٿئين حصي ۾ ورهايو ويو آهي، جن مان هيٺيون حصو چُن جي پٿر، ساواڻ مائل چُن بردار، هڪ ٻئي جي مٿان تہ بردار جوڙجڪ تي ٻڌل آهي.

هن جوڙجڪ جي ٿولهہ 600 فوٽ آهي، ٻاڙي نئن وٽ هن جي ٿولهہ 220 فوٽ، لاڪڙا وٽ ٿولهہ 375 فوٽ، پيٺي چوڪ وٽ 150 فوٽ ۽ 100 فوٽ مچ وٽ آهي. سلياري ڪاڻ ڪوٽ (driling) جي ذريعن مان هن جوڙجڪ وارو تہ مڪمل نموني جيڪب آباد، ماڙي، نبي سر، خيرپور، بدين، ميرپوربٺورو ۽ ٿر ۾ ماڳهين غائب آهي، جڏهن لاڪڙا وٽ رنيڪوٽ جوڙجڪ کان هيٺ موجود آهي.

هن جوڙجڪ جي وچئين حصي ۾ جهجهي نموني، ڪچي پٿر (Shale) جا تہ ملن ٿا، جڏهن تہ ان جي مٿئين حصي ۾ پيلاڻ مائل ڀورو ناسي ڳنڍيدار (Interbedded)، سنهو ڏاٽيدار، چن وارو ۽ واريا سو پٿر لڀي ٿو ان سان گڏوگڏ هن جوڙجڪ جي مختلف تهن ۾ 'واريا سي پٿر' جا رنگ، زيتوني سائو، ڀورو ناسي يا گهاٽو ناسي آهن ۽ اهو طبعي لحاظ کان گهرو ناسي ۽ نرم پنجوءَ وارو (friable) ۽ چُن بردار (calcareous) ٿئي ٿو. ان جا داڻا سنهي داڻي کان وچٿري داڻي جيترا ٿين ٿا. هن ۾ ڪجهہ سنها تہ زيتوني سائي تہ دار پٿر جا بہ ملن ٿا. هن جوڙجڪ ۾ پنڊ پهڻ بہ ملن ٿا، جنهن جي بنياد تي هن جوڙجڪ جي عمر ابتدائي ٽٺائتي جانورن جي اُسرڻ واري عهد (Paleocene Epoch)



سنهو داڻيدار واريا سو پهڻ

4 ڪروڙ 80 لک ورهيہ کان ٿورو پوءِ واري مقرر ڪئي وئي آهي، جيڪو موجوده وقت کان 8 ڪروڙ کان 6 ڪروڙ 70 لک سال پراڻو آهي. هن جوڙجڪ ۾ ساموندي جيوت جو ميلاپ (mixture) موجود آهي، ان ۾ 'ننڍي سوراخدار جيوت' (small planktonic foraminifera) 'اوائلي دور جا ڪوپي وارا جيوَ' (Globogerina) ۽ چٽيدار جيوت (Cibicides) موجود آهي، جيڪا اوائلي ٽٺائتي دور سان تعلق رکي ٿي. هن جوڙجڪ جي پيدائش تانگهي وهندڙ تازي پاڻيءَ واري ساموندي ماحول (Shallow Marine Environment) ۾ 100 فيٿمس کان گهٽ درجي تي ٿي آهي.

**ٻاڙو بناوت/ جوڙجڪ (Bara Formation):** هن بناوت جو نالو احمد ۽ غنيءَ (Ahmad & Ghane) سال 1971ع ۾ تجويز ڪيو. هيءَ نالو انهن ريڊنبرگ جي نالي تي سال 1906ع ۾ 'هيٺئين رني ڪوٽ' لاءِ تجويز ڪيو. هن جوڙجڪ جو نالو ٻاڙو نئن مان ورتو ويو آهي، جيڪا لڪي جبلن جي قطار ۾ وهندي آهي. هن جوڙجڪ کي ڪن ٻين ارضيات جي ماهرن پڻ الڳ الڳ نالا ڏنا آهن. ان کي سال 1952ع ۾ ايمس (Eames) 'گاج تہ' ۽ سال 1959ع ۾ وليئمس (Williams) 'رني ڪوٽ جوڙجڪ' جي نالي سان سڏيو. هنن پاران اترين لڪي جابلو سلسلي ۾ واقع 'ٻاڙي نئن' کي هن جوڙجڪ جي اصليت واري جاءِ قرار ڏنو ويو آهي.

اها جوڙجڪ رحمان ڍوري وٽان آمريءَ جي اولهہ ڏانهن سهڻي نموني پسي سگهجي ٿي، جتي هي اُتر ۾ ويڪرائي ڦاڪ 26 ڊگري، 4 منٽ ۽ 6 سيڪنڊ ۽ اولهہ ۾ ڊگهائي ڦاڪ 67 ڊگري، 35 منٽ ۽ 4 سيڪنڊ تي نروار نظر اچي ٿي، گڏوگڏ اها جوڙجڪ ٻاڙي نئن، جهڪ ماڙي ۽ لاڪڙا وٽ پڌري آهي.

هن جوڙجڪ ۾ نرم واریاسو پٿر (Sand Stone)، تھہ دار پٿر (Sedimentary Rock)، رنگدار مٽي (Coloured Clay) ملي ٿي. اِها گهري رنگدار مٽي پورن ۽ ڳاڙهن داغن سان رڱيل ٿئي ٿي. هن جوڙجڪ جو 2/3 حصو واریاسن پٿرن تي مشتمل آهي، جيڪو سنهڙن داڻيدار واریاسي پٿرن جي تهن جو ٺهيل آهي. واریاسي داڻن جي ماپ سنهڙن ۽ نہ ڏسي



جابلو ابت چاڙهيڪا

سگهندڙ ذرڙن کان وٺي وڏن داڻن تائين آهي، جنهن ۾ گهٽائي چن جي داڻن جي آهي. ٻاڙي جوڙجڪ جي هيٺين جوڙجڪ واري حصي ۾ چيرولي (Gypsum) ۽ تھہ دار پٿر (Sedimentry Stone) بہ ملن ٿا. اها جوڙجڪ ڪاراڻ مائل ۽ ڪٽي لوھ ۽ چقمقي پٿر واري (Pyritious) آهي. هن جوڙجڪ جي ٿولھہ 100 فوٽ کان 1500 فوٽ تائين آهي.

هن جوڙجڪ ۾ ڪوئلي جون چار سيمون (Seams) 4 کان 6 فوٽ ٿولھہ واريون آهن، جيڪي ڏکڻ ڏانهن ٿئي تائين آهن. برما آئل ڪمپنيءَ موجب اُتي 4 فوٽ ٿلهو تھہ پوري نرم ڪوئلي (lignite coal) جو 900 فوٽ اونهائيءَ ۾ موجود آهي. اها جوڙجڪ لکي جابلو سلسلي ۾ اتر ڏانهن ويرو وڪڙ کان ڇڪجي جهڪ ماڙيءَ کان رني ڪوٽ تائين هلي وڃي ٿي. اها جوڙجڪ جنهن کي ڪڏهن رحمان ڍوري وارو رُڪن (Rehman Dhoro Member) بہ چئبو هو سا لاکڙا کان ٿولھہ 500 کان 1000 فوٽ رکي ٿي ۽ ٻاڙي نئن وٽ صفا نروار نظر اچي ٿي. اها ڪڏهڙو جوڙجڪ وٽ اپريل ۽ درجي بہ درجي چڙهيل ۽ مٽيري بيٺل نظر اچي ٿي. اتر ۾ جهڪ ماڙيءَ جي چوٽيءَ جي ويجهو ۽ لکي سلسلي ۾ هن جو ڏيک پڌرو آهي ۽ اولھہ رني ڪوٽ ۾ اها جوڙجڪ ڪارن پٿرن ۾ شامل ٿيندي نظر اچي ٿي. هن جو هيٺيون هنڌ انيڪ قسم جي سپين ۽ مرجان (Ceral) سان مليل جليل آهي.

هن جوڙجڪ ۾ سپن، مرجان (Coral) ۽ هوٽن جا پنڊپهڻ ملن ٿا. هن جوڙجڪ جي عمر 'وچئين ٿڻائتي جانورن واري دور' (پيليوسين: Paleocene) واري آهي، جيڪا 6 ڪروڙ ۽ پنجاھ لک سال پراڻي آهي. هن جوڙجڪ جي پيدائش سامونڊي ماحول ۾ ٿي آهي، پر ڪجھ حصا ڪاريءَ مٽي ۽ ڪاري پاڻيءَ جي ميلاپ واري هنڌ (Estuary) ۽ وهندڙ تازي پاڻيءَ (fluriatile) ۾ پڻ پيدا ٿيا آهن.

**لاکڙا بناوت/ جوڙجڪ (Lakhra Formation):** هن جوڙجڪ جو نالو احمد ۽ غنيءَ سال 1971ع ۾ تجويز ڪيو ۽ اهو لاکڙا ڳوٺ ۽ ماڳ پٺيان رکيو ويو جيڪو حيدرآباد کان 40 ميل اتر-اولھہ ۾ اترويڪرائي ڦاڪ تي 25 ڊگري، 40 منٽ ۽ 15 سيڪنڊ تي ۽ اوير ڊگهائي ڦاڪ تي 68 ڊگري، 15 منٽ ۽ 20 سيڪنڊ تي لکيءَ جابلو سلسلي ۾ واقع آهي. هن جوڙجڪ کي ريڊنبرگ سال 1906ع ۾ 'مٿئين رني ڪوٽ' جو نالو ڏنو. ارضيات جي بين ماهرن بہ هن جوڙجڪ کي ساڳئي نالي سان سڏيو. هن جوڙجڪ ۾ 'رني ڪوٽ جوڙجڪ' جو مٿيون حصو، بدڪچو، رنتڙو ۽ ٽرجوڙجڪ جا مٿانهان حصا ۽ جڪير ميڙ (Group) جو هيٺانهون حصو پڻ اچي وڃن ٿا. لکي جابلو سلسلي جي لاکڙا واري 'ابتي چاڙهي' (Anticline) واريءَ ڏاکڻي ٻانهن کي هن جوڙجڪ جي اصل جاءِ قرار ڏنو ويو آهي. هيءَ جوڙجڪ، کيرٿر واري علائقي ۽ وچئين پٽي (Axial Belt) جي وسيع علائقي ۾ پکڙيل آهي.

هن جوڙجڪ جي ٿولھہ اُن جي اصل ماڳ وٽ 242 ميٽر آهي، لاکڙا واري اُبت- چاڙهيڪي (Anticline) جي اُترئين ٻانهن وٽ 135 ميٽر ۽ ٻاڙو نئن وٽ 50 ميٽر آهي. هن جوڙجڪ ۾ ڪارن ۽ پورن پٽن [illegible] سوراخدار چُن جو پٿر ملي ٿو، جنهن ۾ سامونڊي جيوت وارا پنڊپهڻ موجود آهن. هن جوڙجڪ ۾ پيلاڻ مائل پورو چن وارو واریاسو پٿر، تھہ [illegible] نئن جي پيٽ وارو گول پٿر ۽ تھہ دار مٽي پڻ لينڊي آهي. هن



نديں ۽ نئن جي وهڪرن سبب جڙيل گول پهڻ

جوڙجڪ ۾ ڪوئلي وارا مٿانهان هنڌ (Coal beds)، هيٺين رني ڪوٽ جوڙجڪ جي مٿئين حصي ۾ آهن، جيڪي چڪبا وڃي رني ڪوٽ قلعي جي اتر کان ڏکڻ ڏانهن ٿئي تائين هليا وڃن ٿا، هتي جي مٽي لوهي زنگ واري (ferrugenous) آهي. هتي هر درجي جو چن جو پٿر ۽ چن دار واریاسو پٿر مليو آهي. هن جي ٿولھہ 500 کان 1000 فوٽ آهي. هن جو بهترين ڏيک ٻاڙي نئن، آمري، لاکڙا ۽ اتر اولھہ ڪوٽڙي وٽ آهي. سال 31-1926ع ۾ نوتال (Nutall) غير واضح نموني مٿين رني ڪوٽ جو لکي جوڙجڪ سان ڏکڻ سنڌ ۾ لاڳاپو جاڻايو آهي. ان جوڙجڪ جو مٿيون اُپي سنوت وارو حصو صفا پڌرو ۽ لکيءَ جي چُن واري پٿر مٿان تھہ جوڙي ٿو. پنهنجي وصفن ۾ ان جو رنگ

هلڪو آهي ۽ ان جو تهه ہوڻ جي لٽ وارو. ڪلئپٽرا فورس انڊيڪس (Clyptraphorous Indicus)، ريگي (Arenaceus) ۽ سوراخدار پهڻن (Forminifera) سان ڀريل آهي. ان جي مٿين حصي ۾ مختلف قسمن جي پنڊپهڻ جيوت موجود آهي، جهڙوڪ: اسيلينا رنيڪوٽيا (Assilina Ranikotensts) ۽ نوتالي نيميلسٽا (Nummilites Nuttali).

هن جوڙجڪ ۾ موجود حيواني پنڊپهڻن جي بنياد تي هن جوڙجڪ جي عمر 'ٿڻائتي جانورن وارو پوبون دور' ٻڌائي وئي آهي. اقبال، سال 1972ع ۾ هن جوڙجڪ جي اها عمر هجڻ جي تصديق ڪئي، جيڪا 5 ڪروڙ 40 سال اڳ تائين جي آهي. هن بناوت جي پيدائش ساموندي ماحول ۾ ٿي آهي.

**لڪي بناوت/ جوڙجڪ (Laki Formation):** هن جوڙجڪ لاءِ لڪي جوڙجڪ وارو اصطلاح 1960ع ۾ هنٽنگ سروي وارن ڏنو. سال 1877ع ۾ بلئنفورڊ (Blanford) ان کي ڪيرٿر گروپ ۾ ڄاڻايو آهي ۽ 1905ع ۾ نئٽلنگ ان کي لڪي سلسلو ڪري بہ ڄاڻايو هو. نئٽلنگ ۽ بلئنفورڊ ان جي ڪنهن بہ نموني يا پاڳي کي رحمان ڊوري واري ايراضيءَ ۾ نروار نہ ڪيو هو. اها جوڙجڪ اتر ويڪرائي ڦاڪ وٽ، 26 ڊگري، 4 منٽ ۽ 3 سيڪنڊن ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ لڳ، 67 ڊگري، 35 منٽ ۽ 4 سيڪنڊ تي نروار آهي. سال 1903ع ۾ لڪي سلسلي جو نالو نئٽلنگ (Nettling) تجويز ڪيو. هيءُ نالو بلئنفورڊ سال 1876ع ۾ 'ڪيرٿر سلسلي' جي لاءِ استعمال ڪيو. هنٽنگ سروي ڪارپوريشن 1961ع ۾ هن سلسلي جو نالو 'لڪي گروپ' (Laki Group) تجويز ڪيو. موجوده رپورٽ ۾ هن جوڙجڪ جو نالو 'لڪي جوڙجڪ' (Laki formation) رکيو ويو آهي. سال 1959ع ۾ هيءَ جوڙجڪ ٽينش (Tanish) نالي سان مکيہ سئيءَ واري ڇُن جي پٿر ۽ هنٽنگ سروي ڪارپوريشن جي ٽيان (Tiyan)/ ٽيون (Teyon) جوڙجڪ کي بہ ظاهر ڪري ٿي. اترئين لڪي جابلو سلسلي جي 'مري نئن' واري ماڳ کي هن جوڙجڪ جي اصلوڪي جاءِ قرار ڏنو ويو آهي.

هيءَ جوڙجڪ نرم ڇن، ڇن جي ڊگهي پٿر، ڇن دار پٿر، ڇن جي تهه دار پٿر، وارياسي پٿر ۽ ڳاڙهيءَ مٽيءَ تي مشتمل آهي. جوڙجڪ جي مکيہ حصي ۾ تهه دار پٿر عام نہ آهي ۽ اهو ڇن سان گڏ تهه دار ٿئي ٿو. تهه دار پٿر خاڪي، ساواڻ مائل، پيلو، چيروليءَ وارو. ڇن بردار ۽ سنهڙن پٽن سان جڙيل ٿئي ٿو. جيڪي ڇنائين پٿر جي وچ ۾ ٽين ٿا. لڪي جوڙجڪ جي رُڪنن (members) ۾ لڪي ڇنائون پٿر 200 کان 300 فوٽ ٿولهہ وارو آهي، جڏهن تہ ميٽنگ تهدار پٿر 95 فوٽ، ميٽنگ ڇن وارو پٿر 140 فوٽ ۽ سونهري رڪن 25 فوٽ ٿولهہ رکندڙ آهن.

اِهو لڪي ڇن جي پٿر وارو سلسلو لڪيءَ کان جهمپير تائين لاڳيتو هليو وڃي ٿو. اهو جابلو سلسلو چوٿين ساهواري جيوت جي زماني (Quaternary Era) جي ٻئي حصي، 'گهوڙن ۽ ڳڏهن جهڙن جانورن واري عهد' (Eocene) کان بہ اڳ جو آهي.

بدر ابڙي انهيءَ لڪي جابلو سلسلي ۾ ڊائنوٿيريم (Deinotheriam) جو مڪمل ڍانچو ڏٺو آهي، جيڪو قد ۾ 14 فوٽ اوچو آهي ۽ ان جا هيٺيان ڏند ڄاڙيءَ ڏانهن وريل آهن. هن اُن کي 2 ڪروڙ 50 لک سال اڳ واري 'وهيل مڇي ۽ بن مانس جهڙي جانور واري عهد' (Eocene Epoch) جو قرار ڏيندي انهيءَ 'سنڌ ڊائنائيرم' کي اڄوڪي هاٿي ۽ برفاني دور جي ٿڻائتن جانورن (Mammals) جو پڙاڏو قرار ڏنو آهي.

هيءَ گهاڙ، ڇُن واري پٽن، تهه دار پٿر ۽ ڪٿي ڪٿي ڇن بردار پٿر تي مشتمل آهي. ڇن جو پٿر سفيد کان هلڪي خاڪي رنگ جو، پنڊ پهڻ وارو، وزني، سخت ۽ ڳنڍيدار ٿئي ٿو. تهه دار پٽن، ڇن بردار ۽ ساواڻ مائل ڀوري کان پيلاڻ مائل خاڪي رنگ جو ٿيندو آهي. ڇن بردار پٿر ڳنڍيدار وارياسي پٿر (Sand Stone)، بجري واري مٽي (Lateritic Clay)، ڇن بردار (Marl) ۽ گهٽوڪري ساواڻ مائل خاڪي رنگ جو ٿئي ٿو. هيءَ جوڙجڪ ڪيرٿر سلسلي، پب سلسلي، ڪراچي، ٽاٽي بولاخان، ڪوٽڊيجي ۽ روهڙيءَ جي علائقن تائين پکڙيل آهي. گاج نئن وٽ هن جوڙجڪ جي ٿولهہ 1200 فوٽ، ٽاٽي بولاخان لڳ 550 فوٽ، ڪنڊڪوٽ ۾ 860 فوٽ، ڪورنگيءَ ۾ 421 فوٽ ۽ قلجيءَ وٽ 800 فوٽ آهي. هن گهاڙ جي عمر ان ۾ موجود پنڊپهڻن (fossils) جي بنياد تي پوئين ۽ وچين 'ڳڏهن ۽ گهوڙن جهڙن جانورن واري عهد' واري مقرر ڪئي وئي آهي، جيڪا موجوده وقت کان 5 ڪروڙ سال پراڻي آهي. هن جوڙجڪ جو جنم تانگهي ساموندي پاڻيءَ واري ماحول ۾ ٿيو آهي.

هن جوڙجڪ کي چئن رڪنن (Members) ۾ ورهايو ويو: بنيادي رڪن جو نالو سونهري رڪن ۽ ٻين گروهن جا نالا ميٽنگ تهه دار پٿر، ميٽنگ ڇن وارو پٿر ۽ لڪي ڇُن جو پٿر آهن.

**سونهري رڪن (Sonhari Member):** هيءُ رڪن جهمپير جي علائقي ۾ چٽيءَ طرح سان ظاهر آهي. جنهن ۾ لوهہ رنگ ۽ ڳاڙهي رنگ جي مٽي، ڀوري، نارنگي، ڳاڙهي، بادامي ۽ خاڪي رنگن وارا ۽ ڪٿي ڪٿي لوهہ رنگ وارياسو پٿر (Ferruginous Sandslone) ۽ بلوري معدنياتي تهه (Lenticular beds) مختلف رنگن وارا تهه، اهي تهه ڪنڊ جهڙا پُرٽا ۽ ڪن ماڳن تي ڳنڍيدار وارياسي پيلي ڇن جي پٿر وارا سنهڙا تهه بہ ملن ٿا. هن جي ٿولهہ مختلف جڳهن تي 10 کان 25 فوٽ آهي.

**ڇُنائون ميٽنگ رڪن (Meting lime member):** هن رڪن تي اهو نالو انهيءَ ڪري رکيو ويو، جو هيٺانهين سنڌ ۾ جهرڪ وٽ ظاهر آهي. هن رڪن ۾ وزندار، سخت، ڳنڍيدار، ميٽائون اڇو ڇن جو پٿر ملي ٿو. جهرڪن وٽ هن رڪن جي ٿولهہ 140 فوٽ آهي.

**ڏکڻ تهه دار رڪن (Meting shale member):** هن رڪن ۾ ڳوڙهي ڳاڙهسري ڀوري رنگ جي مٽي، چيروليءَ واري تهه دار پٿر ۽ سنهڙن پرتن وارين تهن ۾ ورهايل لوهہ رنگ ڇُن جو پٿر ملي ٿو. هي سڄي جو سڄو رڪن جهمپير وٽ ميٽنگ لڳ ظاهر آهي، جتي هن جي ٿولهہ 95 فوٽ آهي، جيڪا اتر طرف گهٽبي وڃي ٿي.

**لڪي چُن وارو رڪن (Laki lime stone member):** هيءُ رڪن لڪي جابلو سلسلي ۾ 120 ميلن/ 192 ڪلوميٽر فاصلي تي آهي ۽ هڪ نمايان جابلو لام ناهي ٿو. سفيد رنگ جي سخت ۽ وزندار چُن جي پٿرن تي مشتمل آهي، جيڪو پندپهڻن (fossils) سان ڀريل ۽ ڳنڍيدار ٿئي ٿو. هن رڪن جي ميٽنگ واري علائقي ۾ چُن جي پٿر (Dolomite) جا ڪجهه تهه به ملن ٿا. هيءُ رڪن ميٽنگ جي ويجهو 200 فوٽ ٿلهو آهي، جتي هن رڪن ۾ ميٽائين رنگ جو اڇو پٿر ملي ٿو. هن رڪن جي ٿولهه اڳتي مسلسل وڌندي وڃي ٿي. ڪاٺوٽ وٽ هن رڪن جي ٿولهه 400 فوٽ، ٻاڙي نئن وٽ 600 فوٽ ۽ ڪنڌڪوٽ وٽ 876 فوٽن تائين آهي، جڏهن ته ماڙيءَ وٽ هن جي ٿولهه 1100 فوٽن تائين وڃي پهچي ٿي. اها ٿولهه اولهه طرف اچا وڌندي وڃي ٿي ۽ ڪاٺوٽ وٽ 600 فوٽ ۽ ٽاٽي بولا خان لڳ بنير وٽ 4250 فوٽ تائين وڃي رسي ٿي. لڪي چن وارن پٿرن جو مڪمل اظهار ابت چاڙهيڪن واري ڪڙين (Anticlinal Rigdes): سمبڪ (Sumbak)، سورجاٽو (Surjano) ۽ ڪاري جبلن (Kara Ranges) وٽ پڌرو آهي. اهو لڪي چن وارو پٿر سهڻي نموني حيدرآباد کان ڏکڻ اولهه ۾ سنوت وارين سڌين چوٽين وارين ٽڪرين ۾ پڌرو آهي. اها لاڪڙا وٽ ابت چاڙهيڪن واري جابلو علائقي ۾ حيدرآباد کان 40 ميل اتر- اولهه ۾ به ظاهر آهي. هن جوڙجڪ جي عمر شروعاتي يا هيٺئين 'ڳڏهن ۽ گهوڙن جهڙن جانورن واري عهد' (Eocene Epoch) جي مقرر ڪئي وئي آهي، جيڪا 6 ڪروڙ سال پُراڻي آهي. هن جوڙجڪ جي اوسر ۽ جنم تانگهي ڪاري پاڻيءَ واري سامونڊي ماحول ۽ آڪسجائينڊڙ صورت (oxidizing condition) ۾ ٿيو آهي.

**ٽيان بناوت/ جوڙجڪ (Tiyan Formation):** هن جوڙجڪ تي ٽيان (Tiyan) نالو هنٽنگ سروي ڪارپوريشن سال 1959ع ۾ تجويز ڪيو. جيڪو سنڌ ۾ وچئين 'ڳڏهن ۽ گهوڙن جهڙن جانورن واري زماني' (Eocene Epoch) جي مٿئين تهه لاءِ استعمال ڪيو ويو. هن جوڙجڪ کي ريڊنبرگ سال 1909ع ۾ کيرٿر سلسلي ۾ شامل ڪيو. هن جوڙجڪ جي اصليت واري جاءِ 'ٽيان نئن' سان ڳڏ اوڀر ۾ ڊگهائي ڦاڪ 26 ڊگري، 8 منٽ ۽ 30 سيڪنڊ ۽ ويڪرائي ڦاڪ 67 ڊگري 7 منٽ ۽ 15 سيڪنڊ تي منڇر ڍنڍ جي ڏکڻ ۾ واقع آهي. هن جوڙجڪ ۾ تهه دار پٿر، چن بردار پٿر ۽ چن جو پٿر ملي ٿو. تهه دار پٿر گهٽو ڪري نيراڻ مائل سائو، ساواڻ مائل ڀورو، پيلاڻ مائل خاڪي رنگن وارو، چن ۽ چيروليءَ وارو ٿئي ٿو. اِهو چن بردار پٿر ڳنڍيدار، پيلو سرخ مائل ڀورو ٿيندو آهي. اِهو چن جو پٿر سنهڙن تهن ۾ ٿئي ٿو. چن جو پٿر جو رنگ ميٽائون ٿئي ٿو، جنهن ۾ رنگين ڳنڍيون پڻ ٿين ٿيون. هن جوڙجڪ وارو تهه، پند پهڻ وارو آهي. اِها ٽيان جوڙجڪ لڪي جابلو سلسلي جي اولهائين ٻانهينءَ (Western Flank) وٽ پوريءَ ريت پڌري آهي. هن جو پورو اِيپاس ٽاٽي بولاخان، ڪلوڪوهر ۽ اولهه ٻاڙي نئن وٽ ڪري سگهجي ٿو. اِها جوڙجڪ ڪوٽڏجي ۽ روهڙيءَ وٽ پڻ ظاهر آهي، جتي اها ٽيان جوڙجڪ لڪي جوڙجڪ واري چُن جي پرت واري تهه هيٺان ۽ کيرٿر جوڙجڪ واري چن جي پٿر واري تهه مٿان پکڙيل/ پٿرايل آهي. هن جوڙجڪ جي ٽاٽي بولاخان وٽ ٿولهه 350 فوٽ ۽ ٽيان نئن وٽ 650 فوٽ آهي، جيڪا لڪي جابلو سلسلي جي اُلهندي پاسي، ٽاٽي بولاخان ۽ ٻاڙي نئن جي اوڀر ۾ پڻ ظاهر آهي، جڏهن ته اِها جوڙجڪ اوڀر لڪي سلسلي ۾ وجود نه ٿي رکي. هن جوڙجڪ جي عمر وچين 'ڳڏهن ۽ گهوڙن جهڙن جانورن واري عهد' (Eocene Epoch) واري ۽ 5 ڪروڙ 20 لک سال پراڻي مقرر ڪئي وئي آهي. هن جوڙجڪ جي پيدائش تانگهي سامونڊي پاڻيءَ جي تاڪ (Shelf) واري ماحول ۾ ٿي آهي.

**کيرٿر (Khirthar Formation):** سنڌ جي الهندي سرحد وارن سمورن ننڍن وڏن جابلو سلسلن کي ٿلهي ليکي کيرٿر ۾ ليکجي ٿو. پر ڀوڻءِ وديا (Geology) جي وقت واري ماپن (Time scale) جي آڌار تي انهن جي ڄمار، جوڙجڪ ۽ بيهڪ مختلف آهي. اهي جبل ڌرتيءَ جڙڻ جي ٽئين زماني (Tertiary Era) ۾ ٺهيا، انهن ۾ رنيڪوٽ ۽ لڪي جابلو سلسلو شامل آهي. اهو جابلو سلسلو 'ڌرتيءَ جي چوٿين حياتياتي زماني' (Quaternary Era) جي ٿڻائتي جانورن واري دور (Paleocene) ۾ 6 ڪروڙ 50 لک ورهيه اڳ ۾ وجود ۾ آيو هو.

1876ع ۾ ڊبليو. ٽي. بلينفورڊ (W.T.Blanford) 'اولهه سنڌ جي ڀون وديا' (The Geology of Western Sindh) تي ڪم ڪيو ۽ کيرٿر نالو هن جابلو سلسلي لاءِ استعمال ڪيو. ان کان پوءِ سال 1959ع ۾ وليئمس (Williams) اهو نالو باقاعدي متعارف ڪرايو. اها جوڙجڪ اولهه سنڌ ۾ نئن گاج وٽ اتر ۾ ويڪرائي ڦاڪ 26 ڊگري، 56 منٽ ۽ 10 سيڪنڊ ۽ اوڀر ۾ ڊگهائي ڦاڪ، 67 ڊگري، 9 منٽ ۽ 6 سيڪنڊ وٽ پوريءَ ريت ظاهر آهي. اهو نالو اولهه سنڌ ۾ 'رني ڪوٽ ميڙ' (Ranikot Group) ۽ 'ناڙي ميڙ' (Nari Group) جي وچ ۾ واقع پٿرن تي رکيو هو. نٽلنگ (Natling) سال 1903ع ۾ کيرٿر جي هيٺاهين حصي کي 'لڪي جابلو سلسلي' جو نالو ڏنو ۽ مٿئين حصي لاءِ کيرٿر نالو برقرار رکيو، جنهن کي هاڻي 'کيرٿر بناوت/ جوڙجڪ' (Khirthar formation) جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو.

کيرٿر جابلو سلسلي جي گاج نئن واري حصي کي هن جوڙجڪ جو اصل ماڳ قرار ڏنو ويو آهي. اهو سلسلو سَن، مانجهند ۽ ٻڍاپور کان اٽڪل 30 ڪلوميٽر اولهه ۾ وڻن جي پندپهڻن (tree fossils) سان ڀريو پيو آهي.

اها جوڙجڪ جهجهي انداز ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ پکڙيل آهي، کيرٿر سلسلو، پب سلسلو، ڪراچي، ٽاٽو بولاخان ۽ اولهه وارو لڪي سلسلو، ڪوٽڏجي ۽ روهڙيءَ وارا ٽڪران ۾ اچي وڃن ٿا. نئن گاج وٽ هن جي ٿولهه 1200 فوٽ آهي ۽ ٽاٽي بولاخان وٽ 550 فوٽ، ڪنڌڪوٽ لڳ 860 فوٽ ۽ ماڙي وٽ 1100 فوٽ ۽ ڪورنگي ڪاڙي (Korangi Creek) وٽ 4210 فوٽ ۽ ڦلجيءَ وٽ 500 فوٽ آهي. ان جا تهه اوڀر ڏانهن سنها ٿيندا

وجن ٿا. بدين وٽ اهڙي کوٽائيءَ (Driling) سان ان جو تهہ 88 فوٽ وارو آهي، جڏهن تہ نبي سر ۽ ميرپوربٺوري واري کوهن جي کوٽائين ۾ اهو سلسلو ماڳهين موجود ئي ناهي. هن جوڙجڪ جو جنم تانگهي ساموندي ماحول ۾ ٿيو آهي.

**رني ڪوٽ/ بناوت جوڙجڪ (Ranikot Formation):** رني ڪوٽ جوڙجڪ، سنڌ ۾ ساهواري چوٿين زماني جي 'ٽٽائتي جانورن واري عهد' (Paleocene) جي ماڳهين اوائلي عهد ۾ ٿي. ان ارضياتي جوڙجڪ جو سلسلو 'رني ڪوٽ' ۽ ان کان ڏکڻ ڏانهن پکڙيو پيو آهي. اهو تهہ 3000 فوٽ/ 914 ميٽر آهي. ان جو مٿئين تهہ جي ٿولهہ 1150 فوٽ/ 351 ميٽر ٿيندي. اها گهاڙ ۽ بناوت ناسي چن واري پٿر، وارياسي پٿر ۽ وچ وچ ۾ سپين ۽ ڪوڏين (Shells) سان جڙيل هوندي آهي. ڪن جڳهن تي هتي ڪئلشيم لوڻ' (Calcium Salt)، ڪچو پٿر (Shale)، ڪوڏ (Shell)، نرم چيرولي (Soft Calcium Sulphate) پڻ موجود آهي. اهو سلسلو جهرڪ کان لاڪڙا ۽ لڪي وارين ٽڪرين جي اترين پاڳي تائين پکڙيو پيو آهي. اهو سڄو ماڳ انيڪ پاهٽي رنگن، جهڙوڪ: نارنگي ناسي، واڱڻائي، سائي، سُرمئي، گهاڙهو گلابي ۽ ڪاري ورن سان پرپو پيو آهي. ان جوڙجڪ ۾ وڏي انگ ۾ ڪوئلو بہ موجود آهي. اهو بہ لاڪڙا، جهرڪ ۽ لڪي جبلن جي اترين پاسي ڏانهن پکڙيو پيو آهي. ان جي جوڙجڪ جو هيٺيون مرحلو 2000 فوٽ آهي، جنهن ۾ گهڻ رنگو، زنگدار واريا سو پٿر ۽ ڪوڏ شامل آهن.

هيٺين رني ڪوٽ جوڙجڪ جو بهترين ۽ مثالي نمونو ڏاڦري جبل جي صورت ۾ پڌرو آهي. ڏاڦري جبل وٽ اهو تهہ 1430 فوٽ آهي. هن جا بہ ٽي هيا ننڍا مرحلا بہ مجيا ويا آهن.

انهن مان سڀ کان هيٺيون مرحلو 'ڏاڦرو' تهہ آهي. ان ۾ زيتوني سائي ورن تي سائو چن وارو پٿر ۽ ڪوڏ وارا تهہ شامل آهن. رنيڪوٽ جوڙجڪ جي سڀ کان هيٺين ۽ بلند ٽينءَ ننڍي ورچ کي 'کڏڙو جوڙجڪ' (Khadro formation) چون ٿا، جنهن ۾ واريا سو پٿر (Sand Stone)، چيڪي مٽي (Clay) ۽ گهڻ رنگي واريا سي مٽي شامل آهي. ايچ. ٽي. سورلي هن جوڙجڪ جي پنڊپهڻ (fossils) کي ڇهن گروهن ۾ ورهايو آهي.

* خوردبيني جِيوَ (Forminifera): اهي تمام ذرڙا جيو، جيڪو خوردبيني (Microscope) سان ڏسي سگهجن ٿا. انهن جا 24 کن قسم ڏنا آهن.
* مرجان (Corals): مرجان جا بہ کن قسم آهن.
* ڪنڊائين پنيءَ وارا جيو (Echioids): چاهي جهڙي ساموندي جيون جا يارهن قسم آهن.
* ڪوڏيون (Gastropods): ساموندي ڪوڏن جا ارڙهن قسم آهن.
* سپون (Landlibranchs): ساموندي سپين جا اٺ قسم آهن.
* مٿ پيرا (Cephalopods): مٿ- پيرن وارن جيوَن جا چار قسم آهن.

اها رني ڪوٽ جوڙجڪ، ڌرتيءَ جي 'وچئين ساهواري جيوت جي زماني' (Mesozoic Era) ۾ 22 ڪروڙ ورهيہ اڳ واري 'ٽٽائتن جانورن جو دور' (Triasiil Period) کان وٺي 13 ڪروڙ ورهيہ اڳ واري 'چاڪ واري دور' (Cretaccous Period) تائين ٿي آهي جڏهن ڊائناسور ختم ٿيو هو ۽ گل ٻوٽا ۽ ڦروارا وڻ اُسريا هئا. انهيءَ دؤر جا قديم پنڊ پهڻ وارا اهڃاڻ هن جوڙجڪ ۾ موجود آهن.

رني ڪوٽ جوڙجڪ جهمپير لڳ ڪينجهر ڍنڍ کان ڏکڻ اولهہ ۾ 112 چورس ڪلوميٽر (8x14: 112 sq km) واري وڏي پٽري پوڻي جي شڪل ۾ سونڊا، آمري ۽ لڪي شاهہ صدر لڳ پڌري آهي. رني ڪوٽ وارين ٽڪرين مان وهندڙ انهيءَ جهرڻي جو پاڻي ٻاڙو آهي، جنهن ۾ لوڻياٺ 1800 ppm مقدار ۾ شامل آهي، پر ان تي ٿيندڙ پوکيءَ واري فصل ۾ لوڻياٺ نالي ماتر بہ نہ رهندي آهي. انڪري جو واريا سي پٽ مان لنگهڻ مهل اِهو پاڻي آٿرجي، صاف ٿي ٻاڙائپ وڃائي ويهي ٿو.

**ناڙي بناوت/ جوڙجڪ (Nari Formation):** ناڙي سلسلي جو نالو بلينفورڊ سال 1876ع ۾ روشناس ڪرايو. هن اهو نالو کيرٿر سلسلي جي ناڙي نئن تان ورتو وليئمس (Williams) سال 1959ع ۾ ناڙي سلسلي کي ناڙي جوڙجڪ جو نالو ڏنو ۽ نئن گاج کي هن جوڙجڪ جي اصليت واري جاءِ (Original Location) قرار ڏنو اها جوڙجڪ اتر ۾ ويڪرائي ڦاڪ 28 ڊگري، 58 منٽ ۽ 10 سيڪنڊ ۽ اوير ۾ 67 ڊگري، 10 منٽ ۽ 5 سيڪنڊ تي کيرٿر سلسلي ۾ موجود آهي. اها ناڙي جوڙجڪ، واريا سي پٿر تهہ دار پٿر ۽ چن واري پٿر تي ٻڌل آهي. هن جوڙجڪ جي مختلف حصن ۾ رڱو ناسي پيلوچن جو پٿر ملي ٿو هن جوڙجڪ کي موجود حيواناتي پنڊپهڻ ۽ پٿرن جي بنياد تي هيٺين ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

اها جوڙجڪ ڌرتيءَ تي ساهواري زماني جي ٽئين عهد (Quaternary Era) ۾ 'ٻاندر جهڙي مخلوق واري عهد' (Oligocene) ۾ 4 ڪروڙ ورهيہ اڳ ۽ ان کانپوءِ وهيل مڇي کان بن مانس جهڙي جانورن واري عهد (Miocene) ۾ 2 ڪروڙ 56 لک ورهيہ اڳ ٿي هئي. انهيءَ دور ۾ سڄيءَ دنيا ۾ جنساري ننڍي اوپڙ کان وٺي وڏا ٻيلا ڦٽي آيا هئا. اِها ناڙي جوڙجڪ انهن دورن سان تعلق رکي ٿي. انهيءَ جوڙجڪ جي ٿولهہ عام طرح سان 3000 فوٽ کان 7000 فوٽن تائين، لکڻ لڳ پب سلسلي ۾ 950 فوٽن تائين، نئن گاج وٽ 4600 فوٽن تائين، ۽ ڪراچيءَ ۾ 4000 ۽ ٿاٽي بولاخان وٽ 1500 فوٽن تائين آهي. اها اوير لکي سلسلي ۾ نظر نہ ٿي اچي ۽ ٻاڙا قبي (Bara Dome) لڳ آمري ان جي ٿولهہ 700 فوٽ آهي. اها کيرٿر اوير ۾ گم آهي. اها جوڙجڪ 7000 فوٽ/ 2134 ميٽر تائين آهي. ان ۾ چن جو واريا سو پٿر، سپون ۽ ڪوڏ شامل آهن. اهو سلسو کيرٿر، پٽ جبل ۽ بڊي جبل وارن سمورن جابلو سلسلن سان اندروني سطح سان لاڳيتو آهي. ان ۾ کيرٿر جي اولهہ وارا اُبتا لاهيارا جابلو ڪڙيا (Anticlinal Ridges) بہ شامل آهن.

ناڙي جابلو جوڙجڪ ڪچي ٽڪرين جي ناڙي نئن واري علائقي کان مولاندي تائين، اولھ واري ڪيرٿر سلسلي جي پاڙ کان شروع ٿي ڪري ڏکڻ ڏانهن ڪراچيءَ جي اوير ۾ موجود گهاري شهر تائين پکڙيل آهي. اها جوڙجڪ ٿاڻي بولاخان ۽ اوير واري پَٻ جابلو سلسلي تائين (اهي ٽڪريون) لاڳيتو نظر ايندڙيون آهن، جن ۾ مختلف پاڳن ۾ آڳاٽي ۽ تازي بناوت جا تهه هڪ ٻئي هٿان وريل نظر ايندا. اها گڏ ٿيل باقيات (deposits) پنهنجي بنياد ۾ 'نرم چن واري پٿر' ۽ 'وارياسي چن واري پٿر' تي بَدل آهي. انهيءَ وارياسي پٿر جو رنگ سُرمئي سائو ۽ هلڪو ناسي ۽ اڇڙي رنگ وارو آهي. ڪن ڪن ماڳن تي ڪچو پٿر به موجود آهي. هن جوڙجڪ جي ٿولهه 1000 کان 2500 ميٽر آهي. انهن ناڙي ٽڪرين جي اتاهين هئڻ سبب گاج نئن وارو نظام ۽ سلسلو اعليٰ نموني جڙي پيو آهي. هن علائقي ۾ آڳاٽي دور جا پنڊپهڻ ٿيل سپون، ڪوڏ ۽ سانڪوٽا پاڻي ڇُهڻ جي صلاحيت ۽ سگهه نه ٿا رکن. ان ڪري ان علائقي جو پاڻي جر نه جوڙي سگهيو آهي.

**(1) هيٺين ناڙي بناوت/ جوڙجڪ (Lower Nari Formation):** هن جوڙجڪ واري حصي ۾ ساواڻ مائل خاڪي ۽ ڀوري رنگ جو وارياسو پٿر ملي ٿو. هيءُ پٿر وزندار، لارائيل (Cross Bedded) ۽ چن وارو ٿئي ٿو. هي پٿر ساواڻ مائل ڀوري، نرم، پنڊپهڻدار ۽ چن واري تهه دار پٿر سان تهه بردار ٿيندو آهي. هن حصي ۾ ملندڙ چُنائين پٿر جو رنگ هلڪو ڀورو، وزندار، پنڊپهڻدار ۽ واريا سو ٿئي ٿو. هن جوڙجڪ جي ٿولهه 700 فوٽ کان 4500 فوٽ آهي.

**(2) مٿين ناڙي بناوت/ جوڙجڪ (Upper Nari Formation):** ناڙي جوڙجڪ جو هيءُ حصو هڏائين ۽ چنائين پٿر ۽ نرم تهه دار پٿر تي ٻڌل آهي. هيءُ حصو ڪير ٿر سلسلي جي اوير واري لاهيءَ ۽ ٿاڻي بولاخان جي هيٺاهن ميدانن کان وٺي جنگشاهيءَ تائين ظاهر آهي. ٿاڻي بولاخان وٽ هن حصي جي مٿئين حصي ۾ چمڪندڙ نرم ۽ ڀورو واريا سو پٿر به ملي ٿو. سنڌ جي مٿانهن علائقن ۾ هيءُ حصو، ناسي خاڪي چن واري پٿر جي تهن سان ٺهيل آهي. مختلف جڳهين تي چنائين پٿر جي ٿولهه 100 فوٽن تائين ٿئي ٿي ۽ جنهن منجهه پنڊپهڻ به ٿين ٿا. سڀ کان مٿانهين ناڙي جوڙجڪ 1060 فوٽ، وچئين جوڙجڪ 1000 فوٽ ۽ بنياد واري جوڙجڪ 400 فوٽن تائين آهي، جڏهن ته هن جي پَٻ جابلو سلسلي جي لڳ ڀڳ 2460 فوٽ ٿولهه ٿيندي. هنٽنگ سروي ڪارپوريشن 1961ع ۾ هن جوڙجڪ جي عمر 'باندر جهڙي مخلوق واري عهد' (Oligocene Epoch) تائين مقرر ڪئي، جيڪا 4 ڪروڙ سال اوائلي آهي. هن جوڙجڪ جي پيدائش سامونڊي ۽ درياهي ماحول ۾ ٿي آهي.

**گاج بناوت/ جوڙجڪ (Gaj Formation):** گاج جوڙجڪ جو اصطلاحي نالو 1959ع ۾ وليمس (Williams) استعمال ڪيو هو. بلينفورڊ سال 1876ع ۾ ان کي گاج سلسلو ڄاڻايو آهي. اها جوڙجڪ اتر ۾ 26 ڊگري، 56 منٽ ۽ 10 سيڪنڊ ۽ اوير ۾ ڊگهائي ڦاڪ 67 ڊگري، 9 منٽ ۽ 6 سيڪنڊ تي موجود آهي. هن جوڙجڪ کي تهه دار پٿر ۽ واريا سي پٿر جي ترتيب ۽ چُنائين پٿر لاءِ استعمال ڪيو. وليئمس (Williams) سال 1959ع ۾ هن جوڙجڪ کي گاج جوڙجڪ جو نالو ڏنو. هن گهاڙ ۾ 'هيٺئين گاج' (Lower Gaj)، 'مٿئين گاج' (Upper Gaj)، 'سبي ميڙ' (Sibi Group) جو هيٺاهون حصو ۽ 'اڙڪ ميڙ' (Urak Grouh) پڻ اچي وڃن ٿا. هنن گاج نئن جي هيٺاهين حصي کي هن جوڙجڪ جي اصليت واري جاءِ قرار ڏنو ويو. گاج جوڙجڪ 'بن مانس جهڙي جانور واري عهد' (Miocene Epoch) ۾ 2 ڪروڙ 50 لک ورهيه کان 7 ڪروڙ ورهيه اڳ ۾ ٿي. هن دور ۾ آتشفشاني، جُوالائي ۽ ٻرندڙ لقاءَ عام هئا. هن جوڙجڪ وارو سلسلو گاج نئن وٽان 2012 ٿولهه کان ٿيندو ڏاکڻي علائقي، اتر- ڪراچيءَ ۾ 3900 فوٽ تائين آهي. اِها جوڙجڪ مولانديءَ کان ڪراچيءَ جي سامونڊي ڪناري تائين هلي وڃي ٿي. اِها جوڙجڪ سامونڊي ڪناري کان اوير ڪراچيءَ کان ٿيندي جنگشاهي تائين هلي وڃي ٿي. جڏهن اِها جوڙجڪ اوير ۾ لڪي جابلو سلسلي ۾ وجود نه ٿي رکي. هن جوڙجڪ جو هيٺيون گاج مرحلو 2400 فوٽن واري ٿولهه سان جڙيل آهي، جڏهن ته هيٺيون گاج مرحلو، چنائين پٿر، سانڪوٽن ۽ ڪوڏن سان گڏ واريا سن پهڻن سان جڙيل آهي. اهو سلسلو اولهه سنڌ ۽ حب ماڙيءَ تائين پکڙيل آهي. هن جوڙجڪ ۾ سامونڊي جانورن جا پِنا ۽ ڪرنگها شامل آهن. اهي پاڳا چن، ريتيءَ ۽ واريا سي پهڻن تي بَدل آهي، اهو چنائون پهڻ، کهرو، داڻيدار ۽ لسو ٻنهي نمونن جو آهي. ان جا انيڪ رنگ آهن، جن ۾ اڇو، پيلو، سرمئي، ناسي، ڳاڙهو ۽ سرمئي گلابي اچي وڃن ٿا. هتي 1.5 ٿولهه وارا ٽؤنڪ (Slabs) وارو ماربل پهڻ ۽ ٻيو ڪوڏين ۽ سانڪوٽن جو ڪجهه مقدار ملي ٿو. انهن تهن جي ويڪرائي 600 ميٽر آهي.

سنڌ جي اها گاج جوڙجڪ ڪوهستاني ماڳ جو وڏو حصو والاري ويٺي آهي، جنهن ۾ ڪراچيءَ وارو سڄو شهر، ٺٽو شاهه بيگ ميڙ، سري وارا علائقا ۽ ڏاٻيجي ۽ گهارو شامل آهن. هن ۾ ڀورو واريا سو پهڻ گهٽو آهي، جنهن ۾ پاڻي ڇُهڻ جي صلاحيت اتم درجي جي آهي. ان ڪري اهو واريا سو پهڻ پاڻ ۾ پاڻيءَ جو چڱو مقدار رکي ٿو ۽ زمين هيٺ جر کي جوڙي ٿو.

هن جوڙجڪ ۾ چنائون پٿر، تهه دار پٿر ۽ مختلف ماپ جي ٽڪرن جا ڍير ملن ٿا. گاج نئن واري جوڙجڪ ساواڻ مائل خاڪي ۽ چيروليدار تهه دار پٿر سان ٺهيل آهي، جنهن سان واريا سو چنائون پٿر ۽ چنائون واريا سو پٿر تهه بردار شامل آهن. انهيءَ جوڙجڪ وارو چنائون پٿر ناسي ڀوري رنگ کان ڪاري رنگ جو، پنڊ پهڻدار، سخت ۽ واريا سو ٿئي ٿو. ناسي رنگ جي واريا سي پٿر جا تهه چوني وارا، وزني، سخت، ڀورو ۽ بيڪائيان (Cross Bedded) ٿين ٿا.

ڪراچيءَ ويجهو هيءُ جوڙجڪ چن جي واريا سي پٿر ۽ چن جي پٿر تي ٻڌل آهي، جيڪي تهه دار پٿر ۽ چن بردار پٿر سان تهه بردار آهن. واريا سو پٿر، نرم، ننڍڙن داڻن جو ٺهيل ۽ ناسي ڀوري کان خاڪي رنگ جو ٿئي ٿو. تازو چُنائون پٿر ميٽائون ۽ ڀورو ٿئي ٿو. جڏهن ته ساواڻ مائل

تهه دار پٿر ۽ چن جو پٿر چيرو ليدار ٿين ٿا، پر اهي هئي پٿر جي نسبت ۾ تمام گهٽ آهن. هن جوڙجڪ جو عهد ٽن مانس جانور جي اوسر (Miocence Epoch) وارو آهي، جيڪو 2 ڪروڙ 50 لک ورهيه آڳاٽو آهي. هن جوڙجڪ جي پيدائش سامونڊي ماحول ۾ ٿي آهي.

**منڇر بناوت/ جوڙجڪ (Manchher Formation):** منڇر سلسلي جو نالو بلينفورڊ سال 1876ع ۾ متعارف ڪرايو. هن اهو نالو منڇر ڍنڍ تان ورتو. 'منڇر جوڙجڪ' جو نالو سال 1959ع ۾ وليمس (Williams) باقاعدي رکيو. هن جوڙجڪ جي اصليت واري جاءِ منڇر ڍنڍ جي اولهه ۾ سيوهڻ ويجهو واقع آهي.

سنڌ ۾ اها 'منڇر جوڙجڪ'، 'ٽٽائتن جانورن واري عهد' (Pliocene Epoch) ۽ 'نئين پاهٽي عهد' (Pelistocene Epoch) ۾ 6 ڪروڙ 50 لک ورهين کان 18 لک ورهيه اڳ تائين ٿي آهي. هن ئي دور ۾ 4 ڪروڙ 50 لک ورهيه اڳ اُپکنڊ جي يوروشين سان ٽڪراءَ سبب هماليائي سلسلي کان قراقرم وارا جابلو سلسلا جڙيا هئا. سنڌ ۾ ان عهد جي جوڙجڪ 1000 کان 9000 فوٽن وارين تهن تي ٻڌل آهي. مٿئين تهه وارو مرحلو 500 فوٽ، وچيون مرحلو 500 کان 4600 فوٽ ۽ هيٺيون مرحلو 500 کان 4000 فوٽ آهي. پهرئين مرحلي واري جوڙجڪ 'گولاون پٿرن' (Conglomerates) جي نموني واري آهي. اها ڪيرٿر جي اپرندين لاهين سان 'نئن نري' جي اتر ۾ آهي. ٻئي مرحلي واري جوڙجڪ ۾ نارنگي مٽي ۽ ناسي واريا سي پاهٽي ۽ 'نام نهاد گولائن پٿرن' (Pseudo-conglomerates) جي تهن سان جڙيل آهي ۽ اها جوڙجڪ ڪيرٿر سلسلي جي اوپر ۽ ڏکڻ ۾ پکڙيل آهي. ٽيون جوڙجڪ وارو مرحلو اڇي سرمئي ۽ ناسي واريا سي پهڻن ۽ نارنگي ڳاڙهي مٽيءَ تي ٻڌل آهي. اُلهندي سنڌ ۾ انهيءَ جوڙجڪ وارو سلسلو هڪ ٿلهو وڏو تهدار، سرمئي واريا سي ۽ گولاون پهڻن سان جڙيل آهي، جنهن جي گول پهڻن ۽ گول پٿرن (Pebbles and boulders) طور درجه بندي ٿي سگهي ٿي. ان ۾ پنڊپهڻ ٿيل هيلن جي انيڪ پٿرايل ٽڙن جا ٽڪرا ڏسي سگهجن ٿا. ان ۾ مٽيءَ جو به وڏو مقدار شامل آهي. ان جوڙجڪ واري تهه جي ٿولهه 3000 فوٽن تائين آهي. سيوهڻ کان اتر ۾ اهو حصو ڳاج نئن وٽان ٿيندو، اُتان وري ڏکڻ ۾ لڪي شاهه صدر کان ٿيندو رني ڪوٽ سلسلي ۽ پوئن جي وچان هلي ٿو.

هيءَ منڇر جوڙجڪ واريا سي پٿر، تهه دار پٿر، مٽي ۽ مختلف ماپ جي پٿرن تي ٻڌل آهي. جنهن جي مٿانهين حصي ۾ واريا سو پٿر گهٽو ملي ٿو انهيءَ جوڙجڪ ۾ تهه دار پٿر ۽ مٽيءَ جو مقدار ڪراچيءَ ڏانهن مسلسل وڌندو وڃي ٿو هن جوڙجڪ کي هيٺين ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي.

**(1) هيٺين منڇر بناوت/ جوڙجڪ (Lower Mancher Formation):** منڇر جوڙجڪ جي هيٺاهينءَ واري حصي ۾ واريا سو پٿر، ٻي ترتيب مٽي، تهه دار پٿر ۽ گولاون پهڻ (Conglomerate) ملن ٿا. واريا سو پٿر ساواڻ رنگ تي، خاڪي ڀوري رنگ جو نرم ۽ سنهڙن داڻن سان جڙيل ٿئي ٿو واريا سو پٿر ڀوريءَ وارو هوندو آهي. تهه دار پٿر ۽ مٽيءَ جو رنگ ناسي سائي کان وٺي چمڪندڙ ڳاڙهو ٿئي ٿو جنهن ۾ مٽيءَ ۽ واريءَ جا داڻا ملن ٿا. ٽٽائتن جانورن جا پنڊپهڻ به هن حصي جي مختلف تهن ۾ ملن ٿا، هن جوڙجڪ جي ٿولهه 500 کان 300 فوٽ آهي، جيڪا ڳاج نئن وٽ 500 فوٽ ۽ ٻاڙي نئن وٽ 2500 فوٽ آهي. هن جوڙجڪ واري اصليت واري ماڳ وٽ ٿولهه 3000 فوٽ آهي.

**(2) مٿين منڇر بناوت/ جوڙجڪ (Upper Mancher Formation):** هن حصي ۾ نارنگي، گلابي ۽ ڀوري رنگ جي مٽي، ٻي ترتيب گولاون پٿرن جا ڍير (Conglomerate) ۽ واريا سو پٿر ملن ٿا. اهو واريا سو پٿر



واريا سي پاهٽي ٽڪر مٿان گولاڙا پاهٽي پکيڙ

هلڪي ڀوري رنگ جو ٿئي ٿو. پٿرن جي ڏکڻ جو مقدار هن حصي ۾ مٿئين طرف وڌندو ويندو آهي. هن حصي ۾ پڻ ڪيرڏيندڙ ٽٽائتن جانورن جا پنڊپهڻ ملن ٿا. هن جوڙجڪ جي ٿولهه 1500 کان 7000 فوٽ آهي. هن جوڙجڪ جي عمر وچئين 'ٻن مانس جهڙي مخلوق جي اوسر واري عهد' (Oligocene) ۾ 2 ڪروڙ 50 لک ورهيه اڳ کان وٺي 'گوشت خور جانورن' (Pliocene) جي عهد تائين آهي، جيڪا 60 لک ورهيه اڳ تائين جاٽائي وئي آهي. هن جوڙجڪ جي اُسرڻ جو عهد 4 ڪروڙ ورهيه پراڻو آهي. هن جوڙجڪ جي پيدائش خشڪيءَ واري ماحول (Continental) ۾ ٿي آهي.

**دادا گولاوان پاهٽي ميڙ (Dada Canglomerate):** گولاون پهڻن جي ڍير کي 'ڪانگلو مريٽ' (Conglomerate) چئبو آهي. هن جوڙجڪ تي اهو



ڪڪريءَ جي ٽِيل اوريور سان گولاڙا پهڻ

نالو دادا نديءَ جي ڪري پيو. جيڪا هن جابلو سلسلي مان اسپنٽنگي ريلوي اسٽيشن جي ڏکڻ ڪان گذري ٿي. هن جوڙجڪ کي 'بلينفورڊ' سال 1879ع ۾ شِوالڪا جابلو سلسلي ۽ منڇر جوڙجڪ جو مٿيون پاڳو قرار ڏنو.

هن جوڙجڪ ۾ وڏا گول پٿر (Boulder) ۽ بجريءَ (Pebble) جا ڍير ملن ٿا. هن بناوت ۾ بي ترتيب، وڏن داڻن وارو واريا سو پٿر پڻ ملي ٿو. اِهو ٿُلهن تهن ۾ ورهايل ٿئي ٿو. جيڪو صاف پهڻ/ پن پٿر (Cobble)، گول پٿر ۽ بجريءَ تي ٻڌل آهي. صاف پهڻ، گول پٿر ۽ بجري چوني دار ۽ واريا سي قالب ۾ پاڻ ۾ مليل هوندا آهن.

گول پٿرن جي جهجهائي، چنائين پٿر ۽ چن دار پٿر جي نهيل آهي، جيڪو چوگرد موجود جبلن مان نڪتل آهي. ڪجهه واريا سا پٿر 'سبي ميڙ' (Sibi Group) ۽ غازيو جوڙجڪ' (Gazio Formation) جا آهن. صاف پٿر ۽ گول پٿر قطر ۾ 2 فوٽن تائين ٿُلها ڪُنداوان ۽ ڪي گول ٿين ٿا. پٿرن جو ڍير چٽڪمرو، گيڙو، ڳاڙهي ۽ پيلي رنگ جو ٿئي ٿو. هيءَ جوڙجڪ ڳاج نئن واري علائقي ۾ 1000 فوٽن تائين ٿلهي آهي. هن جوڙجڪ جي عمر نئين پٿر جي دور (Pleistocene) واري مقرر ڪئي وئي آهي، جيڪو موجوده وقت کان 18 لک (1.8 million) سال پراڻي آهي. هن جوڙجڪ جي پيدائش خشڪيءَ واري ماحول (Continental) ۾ ٿي آهي. انهن پٿرن جي ذرن کي قطر جي ماپ مطابق هيٺين جدول ۾ ظاهر ڪيو ويو آهي.

**تازي بناوت/ جوڙجڪ (New Formation):** هيءَ جوڙجڪ ارڙهن لک سال اڳ کان ڏهه هزار سال اڳ تائين جي آهي. انهيءَ زماني ۾ گرم



آبهوا وارو مانداڻ جڙيو. 18 لک ورهين تائين هلندڙ گرمين جي وچوٽين سان هلندڙ برفاٽو دور پڄاڻيءَ تي پهتو ۽ انساني تهذيبن جي واڌويجهه ٿي. انهيءَ تازي جوڙجڪ جا ٻه مرحلا آهن.

هڪ ٿوري اڳاٽي جوڙجڪ (Sub Recent Formation) ۽ ٻي تازي جوڙجڪ (New Formation) آهي. هن جوڙجڪ جو سلسلو ٻه اتر کان ڏکڻ ڏانهن منڇر تائين آهي. اها جوڙجڪ ڊٻل چپن واري مواد مان جڙيل آهي. انهيءَ نئين جوڙجڪ جي ڪري ٽڪرين جي اوچائي گهٽجي ٿي ۽ ٽاٽي بولاخان کان اهي سڌن ميدانن جهڙي صورت وٺن ٿيون. اهي نڊيا نڊيا ميدان مڪاني ماڻهن لاءِ پوکي راهيءَ لاءِ ڪتب اچن ٿا. اهي سڌا سنوت وارا ميدان اصل ۾ ننڍيون ننڍيون جابلو ماٿريون آهن. جيڪي واءَ ۾ آيل لٽ ۽ جابلو پور سان پريور آهن ۽ جبلن ۾ ٿيندڙ وَسَ جي ڪري اُتي ڪيترائي پاڻيءَ جا وهڪرا وهي نڪرن ٿا ۽ انهيءَ سان ڪيترائي ڍورا ٺهي پون ٿا.

**اقتصادي ارضيات (Economic Geology):** سنڌ جي گهڻي ٿڌي ارضياتي جوڙجڪ تهدار جبلن (Sedimentary Rocks) واري آهي. هن ۾ ڪجهه اهم معدنيات (Mineral) ٻه موجود آهي، انهن ۾ سون، ٽامو ۽ پلاٽينيم ميڙ وارا ڌاتو، جيڪي سنڌونديءَ جي اترين ماٿرين ۽ ان جي پرتي ڪنڌڙ نئين ۽ ندين ۾ موجود آهن ۽ سنڌ جي موجود حدن ۾ ليندڙ ڌاتن، جهڙوڪ: ميگنيز، ڪرومائيٽ، لوهه، جست، شيهو وغيره ڌاتَ واري (Metalic Mineratls) معدنيات ۾ شامل آهي. چنائون پٿر، چيرولي، شيشي واري ريت، مٽيءَ، آسماني پهڻ، اڻ ڌاتوئي معدنيات (Non-Metalic Minerals) ۾ اچي وڃن ٿا، جنهن ۾ عمارتي اڏاوت وارو سخت پهڻ، چن جو پٿر (Lime stone)، واريا سو پهڻ (Sand Stone)، چيرولي پهڻ (Gypsum)، آسماني پٿر (Celestine)، ميٽ (Fullers Earth) ۽ ٻي انيڪ معدنيات شامل آهي.

**سنڌ ٽيٿائي نظام ۽ ان سان لاڳاپيل معدنيات (Indus- Tethyan Domain and Associated Minerals):** اهو علائقو سنڌوءَ جي جوڙ/ ڳنڍ (Indus Suture Zone) جي حدبندي، گونڊوائي نظام (Gondwanian Domain) ۽ ٽيٿائي نظام (Tethyan Domain) جي وچ واري ڪوهستاني چقمقي ونگ وسيلي ڪري ٿو. اهو سڄو علائقو 'جڙيل تاسرائي لاوائي چوڪن' (Tectonic Block of Ophiolites)، ان جي نيرن تهن (blueschists)، ساون تهن (green schists) ۽ ٻين انيڪ نانگ وڪڙ تهن جي قالب (matrix) وارن چانگن (sheared) سان جڙيل آهي. سنڌوءَ وارو اهو سارو علائقو تاندورائي ۽ پشمائي ڌاتن (asbestos)، ڪرومائيٽ (chromite)، گهري زيتوني (deridot)، زمردي (emerald)، ميگنيسائيٽ (magnesite)، صابڻي پهڻ (soapstone)، ابرقي پهڻ (talc)، برنڊ معدنيات (Pyroxene) ۽ پلاٽينيم ميڙ (platinum group) وارن ڌاتن ۽ سون (Gold) جهڙي املهه ۽ قيمتي ڌاتوئي وٿن سان ڀريو پيو آهي.

**سنڌو سطح ۽ گهري اڳياڙي (Indus Platform and Foredeep):** اهو علائقو ڪيرٿر جابلو سلسلي جي پاڙ کان سليماني جابلو سلسلي تائين، سنڌو ميداني علائقي، چولستان ۽ ٿر تائين هليو وڃي ٿو. ان علائقي ۾ تيل، گئس، ڪوئلو ۽ ٻيا انيڪ معدنيات، ميٽ (Fullers Earth)، چن بردار پهڻ (Idolomite)، چنائون پٿر (Limestone) ۽ ٻيو اڏاوتي پٿر عام جام ملي ٿو

**سنڌو تر/ ترائي (Indus Basin):** سنڌو ترائيءَ وارو علائقو اٽڪل روءِ 533500 چورس ڪلوميٽر علائقو والاري ٿو ۽ حياتيءَ واري زماني (Pre Cambrine Era) کان اجوڪي تازي دور (Recent Period) عمر تائين 15000 ميٽر ٿلهو تهدار تهه رکي ٿو. هتان جي اندرين ويڙهيل جابلو علائقي (folded zones) واري سليماني سلسلي، کيرٿر سلسلي، ڪوهاٽ ۽ پوٺوهار ۽ کيرٿر جي اونهي سر بحر/ سر- اڳياڙيءَ (foredeep) واري جهرڪ، ڪراچي هيناهين ۽ سنڌو سطح (Indus Platfarm) وارا پٽ، جيڪب آباد، خيرپور، مري- ڪنڌڪوٽ وارا مٿاهان پٽ، جيڪي سکر چيچ واري علائقي (Sukkur Rift Zone) ۾ اچن ٿا. سنڌو ترائيءَ (Indus Basin) کي ٽن جڙيل تاسرائي تهه دار علائقن Tectoninostrati graphic zones) ۾ ورهائين ٿا.

**اترين سنڌو ترائي (Northern Indus Basin):** اترين سنڌو ترائيءَ ۾ ’اڳ حياتيءَ واري زماني‘ (Precambrine) کان وٺي ويجهڙ واري دور تائين جا 52 ملين بيرل ۽ 0.3 TCP گئس جا ذخيرا مليا آهن.

**وچين سنڌو ترائي (Central Indus Basin):** انهيءَ وچين سنڌو ترائيءَ ۾ 15 گيس فيلڊون آهن، جن ۾ رڳو هڪ وڏي فيلڊ سوئيءَ ۾ 8.6 ٽرلين ڪيوبڪ فوٽ گيس موجود آهي. انهيءَ ترائيءَ ۾ موجوده سنڌ جي جاگرافيائي حدن ۾ ماڙي، ڪنڌڪوٽ ۽ ٻيون گيس فيلڊون اچي وڃن ٿيون، جن ۾ 6.3 ٽرلين ڪيوبڪ فوٽ گيس موجود آهي.

**سنڌو ڏاکڻي ترائي (Southern Indus Basin):** سنڌو ڏاکڻي ترائيءَ ۾ کيرٿر- ڪراچي ڊورو هيٺانهون پٽ (Khirthar-Karachi Depression) ابت ڪُب واريون لاهيون (Anticlines) ۽ قُبيون (Domes) آهن. جن مان ڪجهه ننڍا گيس جا گُنڊاڙا آهن. اهي ’سنڌ- يڪ پاسا‘ (Sindh monocline) وچئين دور واري زماني ۾ پيدا ٿيل ڏارن (faults) سان پريا پيا آهن. اهي ڏار وارا ٽاڪرو چوڪ ڏاکڻي ڪوڙڪي واري ڪاري پٿر Decan Trap (Basalt ۽ ٽئين زماني جي تهدار ٽڪرن سان جڙيل آهي. هتي مزاري، سري، هندي ۽ ڪوٽار فيلڊون آهن. سنڌ ڏاکڻي ترائي سکر چيچ Sukkur) (Rift واري علائقي جي ابت- ڪب وارين لاهين واري آهي، جيڪا ڪنڌڪوٽ ۽ ماڙي گيس فيلڊون رکي ٿي، جتي 6.3 ٽرلين ڪيوبڪ فوٽ سان هڪ وڏي گيس فيلڊ آهي.

**سنڌوءَ ۾ تابڪار ڌات (Radio- active Mineral in Indus):**
سنڌونديءَ جي اسڪردوءَ واري ماڳ وٽ، ان جي وهڪري واري باقيات (deposits) ۾ يورينيم ($U_3O_8$) جو 0.045 سيڪڙو معدني مادو موجود آهي. ان ريت سنڌوءَ جون پرتي ڪنڌڙ ندين ۽ ماٿرين: شگار، استور، هنزا واري ياگي، ڪنهار ۽ چترال وادين ۽ ان جي ندين ۾ گڏيل نموني 0.2 سيڪڙو يورينيم ($O_3O_8$) ليبي ٿو

**ٽنگسٽن (Tangustan):** سنڌونديءَ جي تهدار تهن وارن اترين علائقن ۾ 1976ع ڌاري هڪ آسٽرو ڌاتوئي (Austro minerals) ڪٽ/ جاچ موجب 40 ملين ٽن ٽنگسٽن (Tungsten) ڌاتو موجود آهن.

**سنڌو لٽ (Indus Alluvium):** سنڌونديءَ ۽ ان جي پرتي ڪنڌڙ ندين، گلگت، نگر ۽ هنزا جي لٽ ۾ ڳرا ڌاتو (Heavy Minerals) موجود آهن، جن ۾ ’ڪچو ٽامو‘ (Chalcopyrite) موجود آهي، جن کي جديد ٽيڪنالاجيءَ ذريعي حاصل ڪري سگهجي ٿو جڏهن ته سنڌونديءَ ۽ ڪابل نديءَ جي ميلاپ واري ماڳ کان وٺي سون جا ذرڙا عام جام لڀن ٿا.

سنڌونديءَ جي اترين وهڪري وارن ماڳن ۾ ويجهڙائيءَ ۾ ڪيل کوجنا موجب سئنڌڪ رنگاني پٿرن (Saindak Porphyry) واري ماڳ کان سون جي پيداوار سالياني 1.47 ٽن في سال سان گڏ ٽامي ۽ چانديءَ جي جهجهي پيداوار جي به اميد آهي.

**سنڌ جي معدني پيداوار (Minerals of Sindh):** سنڌ جتي ٻين اڪيچار نعمتن سان ڀرپور آهي، اتي معدني وسيلن ۾ به ڀاڳيري آهي. سنڌونديءَ جي انيڪ ماڳن ۽ موجوده سنڌ ۾ هيٺين ٻارڻ واري ڌات ۽ غير ڌات معدنيات ملي ٿي.

**معدنياتي ٻارڻ (Mineral Fuels):** سنڌ ڌرتي ’معدنياتي ٻارڻ‘ واري دولت سان مالامال آهي، جنهن ۾ ڪوئلو تيل ۽ گئس شامل آهن. ان مان توانائي خاص طرح سان بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ ’ڪوئلي ۽ توانائيءَ وارو ترقياتي ادارو‘ (Coal and Energy Development Department) ڪم ڪري رهيو آهي. ان ملڪي اداري تيل ۽ توانائيءَ جي ڳولا جي ڏس ۾ مکيه ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ انيڪ ڪوئلي ۽ توانائي حاصل ڪرڻ وارا ماڳ ڳولڻ (Exploration) ۾ حصو ورتو آهي. سنڌ ۾ رڳو ڪوئلي جا 186 بلين ٽن ذخيرا موجود آهن. جيڪي مختلف جڳهن تي موجود آهن.

**ڪوئلو (Coal):** دادوءَ ضلعي ۾ لاکڙا وٽ ۽ ٺٽي ضلعي ۾ ميٽنگ وٽ ڪوئلو ملي ٿو هي ڪوئلو اعليٰ قسم جو نه آهي، تنهنڪري رڳو ٻارڻ جي ڪم ايندو آهي. هينئر سنڌ جي ٿر واري ياگي ۾ ڪوئلي جا تمام وڏا ذخيرا مليا آهن، جيڪي زمين اندر تمام گهٽو هيٺ هئڻ جي ڪري ان مان گئس ٺاهي سستي بجلي تيار ڪري سگهجي ٿي.

’پرت جيڻن جانورن جي دور‘ کان ڪوئلي واري جوڙجڪ



**لاکڙا ڪوئلو فيلڊ (Lakhra Coal field):** لاکڙا ڪوئلي واري سيم/ فيلڊ 30 ميل اتر ڏانهن ميٽنگ لڳ 25 ڊگريون 67 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68 ڊگريون 08 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۽ 10 ميل اولهه ڏانهن ڪاٺوٽ ريلوي اسٽيشن لڳ آهي. اها ڪوئلي واري فيلڊ ’ٽٿائٽن جانورن جي عهد‘ جي آهي، سنڌ ۾ سموريون ڪوئلي جون سيمون قديم نباتات،

وڻن ٽڻن ۽ ڪک ڪهجر جي پنڊپهڻن مان جڙيون آهن. لاکڙا سيم جي ديگهه 40 ميل اتر کان ڏکڻ ڏانهن آهي ۽ 10 ميل ويڪر اوڀر کان اولهه ڏانهن آهي. ان ڪوئلي جي کاڻ جي گهرائي 500 فوٽ آهي ۽ هڪ ڪٿ موجب هن فيلڊ ۾ 2540 ملين ٽن ڪوئلي جا ذخيرا موجود آهن. لاکڙا ڪوئلي جي پيداوار سال 94-1993ع ۾ 1258347 ٽن کان وڌي ڪري هاڻ بيٺ تي ٿي چڪي آهي.

**ميٽنگ جهمپير ڪوئلو فيلڊ (Meting Jhimpir Coalfield):** هي ڪوئلي واري فيلڊ ڪراچيءَ کان اتر ڏانهن 80 ميلن جي فاصلي تي، 24 ڊگريون 50 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪن ۽ 67 ڊگري اوڀر ڊگهائي ڦاڪن تي موجود آهي ۽ جهمپير کان 25 ڊگري 03 منٽن اتر ۽ 68 ڊگري 02 منٽن اوڀر ڊگهائي ڦاڪن لڳ ۽ 25 ڊگري 67 منٽ 30 سيڪنڊ اتر ويڪرائي ڦاڪن ۽ 68 ڊگري 08 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪن ڏانهن موجود آهي. اها 350 چورس ميلن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. اونگر ڪوئلي واري فيلڊ ڇن وارن ٽڪرن ۾ موجود آهي ۽ هن جي ٿولهه 50 کان 90 فوٽ آهي. هن فيلڊ مان ڪوئلي جي پيداوار سال 94-1993ع ۾ 25812 ٽن مان گهٽجي ڪري 10408 ٽن ساليانا تي وئي آهي.

**بدين ڪوئلي واري فيلڊ (Badin Coal Field):** ڪورواهه جي ڪوئلي جي واڌ (extention) واري رٽا هيٺ هي ڪوئلي وارو هنڌ پڌرو ٿيو. جيڪو 'يونين آف ٽيڪساس' جي گئس واري کوهه نمبر 1 جي ويجهو آهي. سال 1992ع ۾ هن کوهه جي کوٽائيءَ دوران 78.18 کان 80.42 کان 80.42 ميٽر هيٺ ڪوئلي جا ٻه تهه ظاهر ٿيا، جن جي ٿولهه 0.2 ميٽر ۽ 0.35 ميٽر آهي. ان کانپوءِ پاڪستان ۽ متحده رياستن واري سروي ٽيم گڏيل طور 200 ميٽر اتر اوڀر ڏانهن هڪ بور سل نمبر KWH.2 نالي سان کيو تہ اتي 120.90 ۽ 124.26 ميٽر گهرائيءَ ۾ ڪوئلي وارا ٻه هنڌ هڪ 0.95 ميٽر ۽ ٻيو 0.30 ميٽر ٿولهه وارا لڀي پيا. ان ريٽ 'جاهن سن فليپو' (John san Fillipo) جي منظوريءَ سان ڳوٺ پانو ۽ سونڊا جي اولهه واري سيم ڪوئلي جا هنڌ 101 کان 137 ميٽرن جي گهرائيءَ ۾ ڳوليا ويا، جن جي ٿولهه 0.17 کان 0.46 ميٽر کان آهي.

تازو مئي 2014ع ۾ جيالاجيڪل سروي آف پاڪستان جي ٽيم بدين ضلعي جي شهر پنگرئي ويجهو ڳوٺ احمد جوڻيجي وٽ 1132 فوٽن جي اونهائيءَ تي 18 فوٽ ٿلهي تهه وارا اعليٰ معيار جا ڪوئلي جا ذخيرا دريافت ڪيا آهن. (روزاني ڪاوش، 8 مئي 2014ع)

**ٿر وارو ٻرنڊڙ ڪوئلو (Ignite Thar Coal):** سال 1992ع ۾ GSP ٿرجي 9100 چورس ڪلوميٽرن جي ايراضيءَ ۾ 175 ڪروڙ ٽن ٻرنڊڙ ڪوئلو ڳوليو ويو هي ڪوئلو پنهنجي ساخت ۾ نرم ڀورو (Ligmitic coal) آهي، جيڪو 1.5 سيڪڙو سلفر 15 سيڪڙو ڦلهيار ۽ 45 سيڪڙو پاڻيٺ رکي ٿو هي ٿر ڪوئلي وارو ماڳ، سنڌ جي گاديءَ واري شهر ڪراچيءَ کان 360 ڪلوميٽر پري آهي. هن ٿر ڪوئلي مان لاپ پرائڻ لاءِ سنڌ حڪومت 22 جولاءِ 2008ع تي هڪ پڌرائيءَ ذريعي 'ٿر ڪوئلي ۽ توانائي بورڊ' (Thar Coal and Energy Board) جوڙيو جيڪو ٽڪڙي لاپ لاءِ ڏيهي ۽ پرڏيهي ادارن جو سهڪار حاصل ڪندو ۽ سال 2020ع تائين ڪوئلي مان 6000 ميگا واٽ بجلي پيدا ٿيندي. هي



ڪوئلو تمام گهرائيءَ ۾ هئڻ جي ڪري رڳو 'ڪوئلو گئس' (Coal Gasification) جوڙڻ واري گئس جي سائنسي نمونې ۽ صاف ڪرڻ واري طريقي هيٺ ڌرتيءَ اندر ئي نج ۽ نبار گئس تيار ڪري بجلي تيار ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻي سگهجي ٿو.

هن ٿر واري ٻرنڊڙ ڪوئلي مان لاپ پرائڻ لاءِ ٿر جي 20 فيلڊن ۾ سلياري کوٽائي (Pipe drilling) ڪئي وئي آهي. هن ٿر ڪوئلي مٿان ٽن قسمن جا تهه آهن. هڪ واريءَ وارو تهه، ٻيو چيڪي مٽيءَ جو تهه ۽ ٽيون تهدار ڏاکرو تهه جڙيل آهن ۽ انهن جي ٿولهه 114 کان 203 ميٽر آهي، جڏهن ته انهيءَ ۾ جرجي کاري پاڻيءَ وارو تهه به 30 فوٽ ٿولهه وارو آهي.

**تيل ۽ قدرتي گئس (Petroleum and Natural Gas):** سال 26-1925ع ۾ 'برما آئل ڪمپنيءَ' خيرپور ۾ کوهه نمبر 1 کوٽيو هي کوهه ترت پوءِ سُڪي ويو. ان کانپوءِ اٽڪ آئل ڪمپنيءَ 'جوپامير'، بلڪاسر ۽ پوٺوهار ۾ تيل ڳوليو. سال 1961ع ۾ حڪومت پاڪستان 'آئل اينڊ گئس ڊولپمينٽ ڪارپوريشن' (OGDC) ادارو جوڙيو. جنهن 30 ملين ڊالرن



جي قرض سان ملڪ جي 'يون وگياني' (Geological) ۽ طبعي جاگرافيائي (Geographical) جانچ پڙتال ڪري هڪ جامع سروي مڪمل ڪئي.

سنڌ ۾ قدرتي گئس خيرپور، ڪنڌڪوٽ، ماڙيءَ کانپوءِ خيرپور ۾ گهٽي ملندي آهي. ماڙيءَ واري گئس 'يوريا' (Urea) ٺاهڻ جي ڪم ايندي آهي. ڏهرڪيءَ ۾ ياڻ وارو ڪارخانو هن گئس تي هلندو آهي.

سنڌ ۾ گهوٽڪي، قادرپور ۽ ڄامشوري ۾ 'پٽ جبل گئس فيلڊ' سميت ٻيون به ڪيترين ئي گئس فيلڊون آهن. هن وقت سڄي ملڪ ۾ رڳو سنڌ مان سڀ کان وڌيڪ 70 سيڪڙو گئس نڪري ٿي، جيڪا سنڌ کي رائلٽي ملڻ ڪانسواءِ ٻين صوبن ڏانهن گهرو توڙي صنعتي ڪاپي لاءِ اماڻي وڃي ٿي.

**سنڌ ۾ خام تيل جي اُپت (Crude oil production in Sindh):** سنڌ ۾ خام تيل جي ڪل پيداوار 2000-1999ع تائين OGDC ۽ پاڪستان آئل لميٽڊ موجب، الهڏني ۽ گهوٽاٽي، ٻوبي، اتر- بوزدار، ڪنار، لاشاري مرڪز، مزاري، پاساڪي، اتر پاساڪي، قادرپور، سونو، ٽنڊو عالم، ٽنڊو الهيار، ٺوڙها، ڪنڌڪوٽ، سوئي، اتر- اڪري، بچل، ٻاڙي، پٽي، بخاري، بوزدار ڏکڻ، دبي- اتر ۽ ڏکڻ، گهانگهرو، گولاڙچي، هاليپوٽا، جبو، جاگر، جلال، کلو، کيهول (G)، خاصخيلي، ڪورواهه، ڪي ڊيپ، ڪولي، لغاري، لياري، ماهي، مخدوم پور، ماتلي، مزاري، مزاري ڏکڻ، مزاري ڏکڻ ڊيپ، ميون اسماعيل، مبان، ناڙي، پنيرو، پير، رند، سخي، تجدي، ٽنگڙي، ترڪ، ترڪ ڊيپ، زوئر وارن سمورن کوهن مان ساليانو پيداوار 19885677 ملين ڪيوبڪ فوٽ آهي ۽ روزاني پيداوار 54755 بيرل آهي.

**سنڌ ۾ قدرتي گئس جي اپت (Natural Gas production):** سنڌ ۾ گئس جي پيداوار 1999ع کان 2000ع تائين ڪنڊڻ واري فيلڊ ۾ 25429 ملين ڪيوبڪ فوٽ کان 577238 ڪيوبڪ فوٽ رهي آهي. ماڙي گئس فيلڊ ۾ 139908 ڪيوبڪ فوٽ کان 2476372 ڪيوبڪ فوٽ تائين رهي آهي. قادرپور ۾ 75690 کان 11612197 ڪيوبڪ فوٽ، ڪنڌڪوٽ 3238 کان 642631 ڪيوبڪ فوٽ پٽي 3157 کان 76084 ڪيوبڪ فوٽ، گولاڙچي 1079 کان 26543 ڪيوبڪ فوٽ، جبو 1280 کان 27776 ڪيوبڪ فوٽ، جلا 278 کان 6978 ڪيوبڪ فوٽ، کلو 1198 کان 35221 ڪيوبڪ فوٽ، ڪورواهه 13749 کان 253347 ڪيوبڪ فوٽ، ڪورواهه ڊيپ 958 کان 23758 ڪيوبڪ فوٽ، ڪولي 3.21 کان 78052 ڪيوبڪ فوٽ، مک پوره کان 3209 ڪيوبڪ فوٽ، ماتلي 130 کان 3133 ڪيوبڪ فوٽ، پير 1635 کان 41693 ڪيوبڪ فوٽ، رند 172 کان 4008 ڪيوبڪ فوٽ، ترڪ 9891 کان 269035 ڪيوبڪ فوٽ، ترڪ ڊيپ 4609 کان 103242 ڪيوبڪ فوٽ. ان ڪانسواءِ پنٽري والي، دبي، دبي اتر هاليپوٽہ، خاصخيلي، لغاري، لياري، مزاري، مزاري-S ۽ مزاري ڊيپ، ناڙي، سخي، ٽنگڙيءَ مان لکين ڪيوبڪ فوٽ قدرتي گئس ساليانو طور نڪري ٿي، جيڪا سڄيءَ سنڌ جي گئس جي کاپي کان گهڻو وڌيڪ آهي.

**خيرپور آئل فيلڊ:** خيرپور آئل فيلڊ مان سال 1956ع ۾ سڀ کان اڳ پاڪستان پيٽروليم لميٽڊ ڌرتيءَ جي مختلف حياتياتي دورن واري جوڙجڪ مان گيس جا ذخيرا لڌا هئا.

**جيڪب آباد آئل فيلڊ:** 1958ع ۾ جيڪب آباد ۾ تيل جا ذخيرا لڀي چڪا هئا.

**ڪنڌڪوٽ آئل فيلڊ:** ڪنڌڪوٽ ۾ 1959ع ۾ 'پاڪستان پيٽروليم لميٽڊ' جي کوجنا سان ڌرتيءَ جي مختلف حياتياتي دورن وارا تيل ۽ گئس جا ذخيرا لڀي چڪا هئا.



**مزاري آئل فيلڊ:** سال 1958ع ۾ هتان پڻ مختلف ڌرتيءَ جي حياتياتي دورن وارين تهن مان تيل ۽ گيس جا ذخيرا لڀي چڪا هئا. هتي تيل جي 2000-1999ع واري ڪٿ موجب پيداوار 10.949 ملين ڪيوبڪ فوٽ کان 1.438 ڪيوبڪ فوٽ رهي آهي. مزاري فيلڊ مان 0.933 کان 1.906 ملين بيرل تيل نڪري ٿو.

**سرسنگ آئل فيلڊ:** ڪراچيءَ کان اتر ڏانهن 50 ميلن جي فاصلي تي سال 1965ع ۾ آئل اينڊ گيس ڊيولپمينٽ ڪارپوريشن (OGDCL) تيل جا ذخيرا لڌا.

**ماڙي فيلڊ (Marri Field):** هي گيس فيلڊ خيرپور کان 60 ميل پري سکر ضلعي ۾ آهي. هي گيس فيلڊ 1958ع ۾ گڏيل نموني پاڪستان پيٽروليم لميٽڊ ۽ اسٽنڊرڊ ويڪم آئل ڪمپنيءَ دريافت ڪئي. هيءَ فيلڊ ساڳي سوئيءَ واري گيس فيلڊ جهڙي آهي. هي گيس فيلڊ 500 چورس ميلن ۾ آهي. هن جو گئس ڊوم (Gas dome) 1 کان 2 ڊگرين وچ ۾ آهي. هن ۾ 66.2 سيڪڙو ميٿين آهي. هتي ڪُل لڌل گيس جا ذخيرا 6.3 ٽرلين ڪيوبڪ فوٽ آهن. گيس واري پٽيءَ جي ٿولهہ 250 فوٽ آهي ۽ ان جي ريڙ 1154 پي. ايس. آءِ آهي.

**ٿانوَن ٺاهڻ واري معدنيات (Ceramic Minerals):** ٿانون ٺاهڻ واري صنعت ۾ معدنيات جو وڏو واهپو آهي. ان ڪم ۾ اڇي مٽي (China Clay)، آسماني پٿر (Celestite)، ميٽ (Fuller's Earth)، ٻرنڌڙ مٽي (Fire clay)، چن جو پٿر (Limestone) ۽ سليڪا واريا سو پٿر (Silica Sand) شامل آهن.

**سفيد مٽي/ چائنا ڪلي (Kaolin/ China Clay):** هي چيني مٽي ننگرپارڪر واري اپهيٽ ويجهو گهرنٽياري ڳوٺ لڳ ڀڳ ٻن ڊورن سان لڳ



موجود آهي. اهي ذخيرا پورڻ واهِ، ڊڀوا، پاڙوڏرو ۽ ڊيڊ ويرو ڳوٺن لڳ 120 ميلن تائين واري ٻريٽ ۾ موجود آهن. ڪاظمي ۽ صفدر جي چوڻ موجب هن مٽيءَ جو ته ڪجهه انچن کان وٺي 10 فوٽن تائين ٿولهه رکندڙ آهي. هن چيني مٽيءَ جي ذخيرن ۾ هر قسم جي درجي (Category) جي ڦڪي پيلي ۽ سائي رنگ واري 175 ملين ٽن چيني مٽي موجود آهن. اهڙي چيني مٽيءَ جا ٻيا ذخيرا اسلام ڪوٽ ويجهو (مکيءَ جي ٽڙ/ ڏيپيار ۽ ٻين هنڌن تي) 133 کان 201 ميٽر گهرائيءَ ۾ لڌا ويا آهن. ان ماڳ تي 200 ملين ٽن اڇي چيني مٽي موجود آهي.

**آسماني پٿر (Celestine stone):** هي آسماني پٿر ٺٽي بولاخان وٽ 25 ڊگري ۽ 22 منٽ ۽ 67 ڊگري 55 منٽ (25° 22´ : 67° 55´) اتر اولهه ۾ ڏکڻ ۾ موجود آهي. هن پٿر واري ايراضي ٺٽي بولاخان کان 6 ميل اوڀر ۾ 3 چورس ميلن ۾ آهي. هن پٿر جو ٻيو ۽ ٽيون ماڳ ٺٽي بولاخان کان 9 ميل اتر ۽ 8 ميل ڏکڻ ڏانهن ترتيبوار 5 ۽ 4 چورس ميلن ۾ پکڙيل آهي. هيءَ پٿر اسٽرانشم (Strontium) ڌاتو ٺاهڻ ۽ عمارتي اڏاوتي پٿر طور ڪم ايندو آهي. هن جي ڪَچُ (Ore) ۾ 98.75 سيڪڙو $SrSO_4$ آهي. جڏهن ته موسويءَ جي سال 1973ع جي جاچ پڙتال موجب هتي 320000 ٽن آسماني پٿر موجود آهي ۽ ان جي سالياني پيداوار 1000 کان 3000 ٽن آهي.



**ميٽ (Fuller's Earth):** هيءَ پٿر جهڙي مٽي ٺٽي بولاخان لڳ ڳوٺ رمضان وٽ، روهڙيءَ ۽ ڪوٽ ڏيجي وارن ٽڪرين وٽ ليي ٿي. مٽيءَ جو هي قسم 'ميٽ' حيدرآباد کان 55 ميل اولهه ڏانهن ۽ ڪراچيءَ کان 65 ميل



اتر اوڀر ڏانهن 25 ڊگري 22 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪن ۽ 67 ڊگري ۽ 52 منٽن تي اوڀر ڊگهائي ڦاڪن تي ٺٽي بولاخان وٽ ليي ٿو ميٽ جو هي قسم ڪوٽڏيجيءَ کان اوڀر ڏانهن شادي شهيد وارين ٽڪرين ۾ به موجود آهي. هن مٽيءَ جي خوبين ڪي 'انگريزي گچ' (English monti-morllonite) سان پيٽي سگهجي ٿو هي ميٽ، ٽيون جوڙجڪ (Tiyon formation) ۾ گڏهن ۽ گهوڙن واري جيوت جي عهد (Eocene Epoch) جو جڙيل آهي. هتي ميٽ جي پيداوار 100 کان 110 ٽن ماهوار جي حساب سان ٿيندي آهي. هتي جو هڪ نمبر بهترين ميٽ تيل صاف ڪرڻ وارن ڪارخانن (Oil Refinery) ۾ ڪتب ايندو آهي ۽ ٻيو نمبر ميٽ ٽڪر جي ٺانون جوڙڻ جي ڪم ايندو آهي.

**برنڊڙ مٽي (Fire Clay):** سنڌ ۾ هي مٽي مشهور 'سونهري ڊنڊ برنڊڙ مٽي' (Sonhari Dhand fire clay) جي نالي سان آهي، هيءَ مٽي ڪوئلي



واري ماڳ لڳ سونهري هنڌ (Sonhari Beds) تي بلوري مٽيءَ جي صورت ۾ موجود آهي. هن مٽيءَ ۾ 58 کان 59 سيڪڙو سليڪا ۽ 22 سيڪڙو المونيا، لوهه ۽ ٽيٽينئم (Titanium) ڌاتو شامل آهن. هي مٽي 1650 کان 1670 ڊگري سينٽي گريڊ تي وگهرجي وڃي ٿي. سنڌ ۾ برنڊڙ مٽيءَ جا ذخيرا دادو ضلعي ۾ پڻ موجود آهن.

**چيڪي مٽي (Clay):** هيءَ مٽي نفيس ذرڙن واري پاٿياري المونيائي ۽ سليڪائي معدنيات سان جڙيل آهي. هيءَ مٽي هالا ۽ سيوهڻ وٽ جام ملي ٿي، جيڪا ٺڪر جا ٺانو ٺاهڻ جي ڪم ايندي آهي. سيوهڻ واري مٽي اڇي رنگ جي هئڻ جي ڪري، ان جا ٺانو ميٽائين اڇي رنگ تي هوندا آهن. ان کان سواءِ به سنڌ جي مڙني هنڌن جي چيڪي مٽي قدرتي ۽ خاص نموني وارن عنصرن جي موجودگيءَ سبب نهايت ڪارائتي آهي.

**سليڪا وارياسو پٿر (Silica Sand Stone):** سليڪا وارياسي پٿر جا ذخيرا دادو ضلعي ۾ ٺٽي بولاخان لڳ 25 ڊگري 09 منٽ ۽ 30 سيڪنڊ اتر



ويڪرائي ڦاڪن ۽ 80 ڊگري 07 منٽ ۽ 30 سيڪنڊ اوڀر ڊگهائي ڦاڪن تي موجود آهن. هي ذخيرا 'گڏهن ۽ گهوڙن واري جيوت واري عهد' (Eocene Epoch) جا آهن. اهي ذخيرا، ميٽنگ جهمپير ريلوي اسٽيشن لڳ آهن. هنن ذخيرن واري هنڌن جي ٿولهه اڌ فوٽ کان وٺي 20 فوٽن تائين آهي.

سنڌ جي ارضيات

جنگشاهي سليڪا پٿر وارا ذخيرا اوڀر ۽ اتر ڏانهن جنگشاهي ريلوي اسٽيشن لڳ آهن. اهي ذخيرا ريتڙي (Lenticular) نموني تي آهن. هن ۾ سٺي معيار واري سليڪا واري (Silica Sand) ۽ خراب معيار واري سليڪا واري، ٻئي موجود آهن.

ٽاٽي شاهه بيگ جو 'سليڪا واريءَ' وارو ذخيرو ٽاٽي بولاخان کان 30 ميل اتر اولهه ۾ آهي، اتي 3 لک ٽن سليڪا واريا سي پٿر جا ذخيرا آهن. هن سليڪا واريءَ جي سڄي پاڪستان ۾ ساليانې پيداوار 106000 کان 222000 ٽن آهي. رڳو پاڪستان اسٽيل مل ۾ هن معدني دولت جو کاپو 80000 ٽن ساليانو آهي.

**زرد مٽي (Ochre):** هيءَ مٽي وري لوهه جو هڪ نرم ۽ ڀُرڀرو قسم آهي، جيڪو نٽي وٽ گهٽو ليپي ٿو. هن مٽيءَ مان مختلف قسمن جا رنگ ٺهندا



آهن. هيءَ مٽي چمڙي جي رگاوت واري ڪم ۾ ڪتب ايندي آهي.

**لوهه واري ۽ الومنيائي مٽي (Laterite and Baurite):** هي لوهه رنگ ۽ الومنيائي مٽي 'مڪاني نقشي' (Topographic sheet) موجب لاڪڙا لڳ 20 ڊگري 40 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪن ۽ 68 ڊگري 14 منٽ اوڀر





ڊگهائي ڦاڪن ڏانهن موجود آهي. هن ڳاڙهسري لوهه رنگ مٽيءَ (Ferruginous Laterite) ۾ آئرن آڪسائيڊ (FeO) واريا سن پٿرن جي تهن سان موجود آهن. هن لوهه رنگ مٽيءَ (Lateritic) ۽ بلوري مٽيءَ (Lenticular) جيءَ ٿولهه ڪن ماڳن وٽ 25 فوٽ تائين آهي.

**لٽائين يا ڪچي جي مٽي (Deltaic Alluvium):** هيءَ مٽي سيوهڻ لڳ



ملي ٿي، اها 1300 ڊگري سينٽي گريڊ تي وڳهرجي ٿي. اها مٽي ٺڪر جي ٿانوَن جوڙڻ جي ڪم اچي ٿي. هن مٽيءَ جا ذخيرا 'ڀنگي ڪنڊ مٽيءَ' جي نالي سان 15 ميل اتر اولهه ۾ جنگشاهيءَ ۾ موجود آهن. هيءَ مٽي ڀوري ۽ نيري رنگ تي ٿوري ريتيلي ۽ نرم هوندي آهي. هن ۾ ڪجهه لوهه جو مادو به موجود هوندو آهي. اهڙي چوني واري مٽي ٿرپارڪر ۾ ملنيءَ لڳ، چيلهار ۽ ويڙهيجهپ ۾ به موجود آهي.

**ڪچ واري (Glass Sand):** هيءَ ڪچ واري جنگشاهيءَ جي ڀرِ ۾ ليپي ٿي ۽ چيني ۽ شيشي جا ٿانوَ ٺاهڻ جي ڪم ايندي آهي. حيدرآباد جي



چوڙين ٺاهڻ واري، صنعت ۾ هن مٽيءَ جو سٺو واهپو آهي. هن ڪچ واريءَ مان شيشو ۽ چوڙيون ٺاهڻ وارو ڪم ٽري ماڻهو حيدرآباد جي ٻنين تي ڪندا آهن.

**چن جو پٿر (Lime Stone):** سنڌ ۾ چن جو پٿر عام طرح سان اهڙي پاهٽي ٽڪر کي چيو ويندو آهي، جيڪو گهٽ ۾ گهٽ 50 سيڪڙو کان مٽي Calcite ($CaCO_3$) سان جڙيل آهي. اهو چن جو پٿر سنڌ ۾ تمام گهٽي انداز ۾ ۽ اعليٰ قسم جو ملي ٿو. حيدرآباد ڊويزن ۾ هي پٿروڏي ايراضيءَ ۾ جنگشاهي، ڪوٽڙي، ٻولهاڙي، گنجو ٽڪر، سيوهڻ، آمري،



لڪي شاهه صدر، ٽاٽي بولاخان ۽ حيدرآباد جي اتر اولهه ۾ موجود آهي. سنڌ جو هي چن وارو پٿر 96 سيڪڙو چن (ڪئلشيم ڪاربونيٽ: Calcium Carbonate) رکي ٿو. جيڪو ٻولهاڙي ريلوي اسٽيشن، جنگشاهي ۽ ڪوٽڙي اسٽيشن جي وچ ۾ لڪي جوڙجڪ ۾ 'گڏهن ۽ گهوڙن واري عهد' جو آهي. حيدرآباد وارو گنجو ٽڪر به ان ۾ شامل آهي.

ڪراچي ڊويزن ۾ اهو چنائون پٿر، ڪراچيءَ کان 10 ميل اتر اوڀر ڏانهن مُرلي جبلن ۾ موجود آهي، ان ريت ڪراچيءَ کان اتر اولهه ڏانهن 'منگهو پير چنائون پٿر' ناڙي ۽ گاج جوڙجڪ ۾ 'ٻن مانس جهڙي جانور واري عهد' (Miocene Epoch) جو آهي.

سنڌ ۾ راس مونز (Cape Monze) واري چن جي پٿر وارو ماڳ 30 ميل اولهه ۾ ڪراچيءَ سان هڪ پڪي رستي وسيلي مليل آهي. اهو پٿر هڪ سطحي کاٽي ذريعي 290 ملين ٽن ٿيندو.

خيرپور ڊويزن ۾ هي چن جو پٿر روهڙي، سکر، ڪوٽڏيجي ۽ راڻيپور واري ماڳ وٽ موجود آهي، جيڪو گڏهن ۽ گهوڙن جي اوسرواري عهد جو آهي ۽ ان جي ٿولهه ڪٿي 60 فوٽ ۽ ڪٿي 140 فوٽ تائين آهي.

مختلف چن جي پٿر وارن ماڳن تي هن پٿر اندر مختلف ڌاتو موجود آهن:

| پٿر جو نمونو | روهڙي | خيرپور | ڪوٽڏيجي |
|---|---|---|---|
| (1) سليڪا (Slica) | 2.1 | 0.69 | 0.85 |
| (2) المونيا (Almunia) | 1.0 | 1.12 | 0.98 |
| (3) آئرن آڪسائيڊ (Iron Oxide) | 0.5 | 0.13 | 0.25 |
| (4) چن (Lime) | 53.7 | 53.86 | 53.59 |
| (5) ميگنيشيا (Magnisia) | 0.3 | 0.64 | 1.30 |
| (6) ٻرندڙ پٿر (Loison Ignition) | 43.3 | 43.12 | 42.99 |

هيءَ پٿر ڪنڊ ۽ سيمينٽ جي صنعت ۾ استعمال ٿئي ٿو انهيءَ کان سواءِ عمارتن ۽ روڊ رستن ٺاهڻ جي به ڪم اچي ٿو.

**زرعي ڀاڻ ۽ صنعتي معدنيات (Fertilizer and Industrial Mineral):** سنڌ ۾ انيڪ قسم جي معدنيات جيڪا زرعي ڀاڻ ۽ صنعتي ڪارخانن ۾ ڪتب ايندي آهي. ان ۾ ٻرائيٽ، سلفر ۽ ٻي انيڪ معدنيات شامل آهي.

**ڦٽڪي (Alum):** ڦٽڪي سنڌ جي الهندي جابلو سلسلي جي



چقمقي ڪچي پٿر (Pyrites Shale) مان حاصل ڪئي ويندي آهي، جيڪا پرڏيهي درآمدي واپار وسيلي تمام سستي اگهه ۾ ملڻ ڪري اسان وٽ حاصل نه ٿي ڪئي وڃي.

**لوڻ (Salt):** ٿرپارڪر ۽ لاڙ لوڻ جي پيداوار جا مکيه هنڌ آهن. ڏيپلي ۽ ڪپري تعلقن جي ڍليار ڍنڍ ۽ سارڻ ڍنڍ مان وڏي انداز ۾ لوڻ نڪري ٿو ان کان سواءِ گگن ۽ درواري ڍنڍن مان فبروري ۽ مارچ جي مهينن ۾ لوڻ نڪري ٿو. اهو لوڻ لکين مڻ جي حساب سان نڪري ٿو.



**گندرفي لوڻ (Phosphate):** هي گندرفي لوڻ ٻهٽي چوڪي ۽ ٻهٽي ناڪي وٽ هيٺين جيڪي مٽيءَ واري تهه جي ٻپ واريا سن پٿرن وٽ



موجود آهي. هي جيڪي مٽيءَ وارو پاهٽي تهه ٿڌائتي جانورن واري عهد جو آهي. هي گندرفي لوڻ ڳنڍ وارو آهي. هن سان گڏ چن جي پٿرن جو به وڏو ڳنڍ وارو حصو ملي ٿو. ان ڪري اتي ان جي سڃاڻپ ڪرڻ ڪجهه ڏکي آهي.

هي گندرفي لوڻ شيون محفوظ رکندڙ (Baking Powder)، پاڻيءَ کي نرم ڪندڙ عامل (Water softing agent)، صفائي ڪندڙ (Detergent)، جيت مار (Insecticides)، زرعي دوائن (Pesticides)، فوٽوگرافيءَ جي ڪيميڪل (Photographic Chemical)، تيل صاف ڪندڙ عامل (Oil Refing Agent)، زرعي ڀاڻ (fertilizer)، ڏندن جي ڀرائي ڪندڙ سيمينٽ (dental and silicate cement) ۽ جنگي ڌماڪيدار هٿيارن ۾ ڪتب آندو ويندو آهي، پر هن جو گهڻو استعمال زرعي ڀاڻ ۾ ڪيو وڃي ٿو.

**گندرف (Sulphur):** گندرف هڪ غير ڌاتو عنصر (Non metallic element) آهي. ڪراچي ڊويزن ۾ ملڪ جو 30 سيڪڙو گندرف ڳِزري بندر وٽان ملندو آهي. هي گندرفي ذخيرا ڪراچيءَ لڳ 24 ڊگري 48 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪن ۽ 67 ڊگريون 08 سيڪنڊ اوڀر ڊگهائي ڦاڪن تي موجود آهن. خيرپور ڊويزن ۾ گندرفي ذخيرا 28 ڊگري 18 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪن ۽ 68 ڊگري 26 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪن تي موجود آهن. هي سلفيورڪ تيزاب (Sulphuric Acid) ٺاهڻ ۾ ڪتب ايندو



آهي. گندرف کي سلفيٽ، چيرولي ۽ ٻيو اهڙو مواد سگهه ڏئي ٿو. هن جو تيزاب زرعي ڀاڻ ٺاهڻ، امونيم سلفيٽ ٺاهڻ ۽ رُڪ جي صنعت (Steel Industry) ۾ ڪم آندو ويندو آهي. هن کي پيٽرول جي صفائيءَ ۾ به ڪتب آڻبو آهي. ان کان سواءِ ڌماڪيدار هٿيارن ٺاهڻ ۾ پڻ ان جو واهپو ٿيندو آهي. ڪپڙي جي صنعت ۾ ريان ڌاڳو ٺاهڻ ۽ ڪول تار (Coal-tar) وارين شين جوڙڻ ۾ ڪتب ايندو آهي.

**گرم پاڻيءَ جا چشما/ جهرڻا (Geyser):** سنڌ جي جابلو علائقي ۾ گرم پاڻيءَ جا چشما، لکي شاهه صدر، ضلعي ڄامشوري ۽ منگهي پير، ڪراچيءَ ۾ موجود آهن. گرم پاڻيءَ جي هنن چشمن ۾ گندرف (Sulphur) شامل هجي ٿو. جنهنڪري انهن جهرڻن جي پاڻيءَ سان هٿ



لکي شاهه صدر جا چشما

منهن ڌوئڻ ۽ وهنجڻ سان چمڙيءَ جون بيماريون ختم ٿي وينديون آهن. حڪومت جيڪر گهُري ته انهن چشمن مان گندرف جو سنئو مقدار پڻ حاصل ڪري سگهجي ٿو.

**وارياسو پٿر (Sand Stone):** هي وارياسو پٿر جنگشاهيءَ وٽ اعليٰ قسم جو ملي ٿو. هي پٿرپوري رنگ جو، وچترو ماٽيدار، چن ۽ لوهه جون خاصيتون رکندڙ آهي. هن پٿر سان ڪوٽڙي بئراج جي اڏاوت ٿي آهي.



هي پٿراٽي جي چڪين ۽ جنڊ جي پُڙن ناهڻ جي به ڪتب ايندو آهي. ان ڪان سواءِ هي پٿر عمارتن ۽ رستن ناهڻ ۾ به ڪم ايندو آهي.

**چيرولي (Gypsym):** چيروليءَ واري معدنيات دادو ضلعي جي ٽاٽي بولا خان، جوهي، خيرپور ناٿن شاهه تعلقن ۽ ضلعي ڄامشوري ۾ جام ملندي آهي. هتي هن معدني دولت جو اٽڪل روءِ ڪاٿو 10.4 ملين ٽن



ڪ بو آهي. چيرولي پٿرسيمينٽ ۽ پاڻ ناهڻ جي ڪم ايندو آهي. اُن مان ٻارن جا رانديڪا به ٺهندا آهن.

**مئنگنيز (Manganese):** هن ڌاتوءَ جي موجودگي 1909ع ۾ ريڊينبرگ (Redenburg) ۽ ٽپر (Tipper) ظاهر ڪئي. هن پاڻ ان ڌاتوءَ جي موجودگيءَ واري جڳهه ڪي ته ظاهر نه ڪيو هو جيڪو ڪراچيءَ ڪان 70 ميلن جي فاصلي تي پب جبل (Pub hills) ۾ موجود هو پر سال 1949ع ۾ خان ديري واري ماڳ تي مينگنيز جي ذخيرن جي نشاندهي ڪئي هئي.

مينگنيز آڳاٽي زماني ڪان انساني ڪرت جي واهپي ۾ رهي آهي. قديم زماني ۾ هن ڌات جي ڪچ ڌات جو واهپو ڪيو ويندو هو.



مينگنيز آڪسائيڊ (Dyrolusite) جي صورت ۾ شيشي ڪي اڻ رنگو بڻائڻ ۽ شيشي جي ٿانون واري رڱاوت تي ضابطو رکڻ، اڄ ڏينهن تائين مينگنيز ڌات جو واهپو، شيشي ۽ چينيءَ جي ٿانون، ٽائيلن جوڙڻ واري صنعت ۾ ڪيو ويندو آهي. اجوڪي زماني ۾ هن ڌاتوءَ جو واهپو لوهه (Iron)، رُڪ (Steel) ڪان سواءِ هڪ گڏونءَ (Alloy) طور ڪيترن ئي 'اڻ لوهائين' (Nonferrous) ڌاتن، خاص طور المونيم ۾ ڪيو ويندو آهي. ان جو وڏي پئماني تي واهپو خشڪ سيلن وارين بيٽرين ۾ ڪيو ويندو آهي. هي ڌاتو، ساموندڪي تهدار جبلن جي جوڙجڪ واري تهن ۾ ميگنيز آڪسائيڊ (Dysolurite)، مئگنيٽ ڪروسائيٽ (Magnese Carbonate)، مئگنيز نائيٽ (Mangnese silicate) ۽ برونائيٽ (ميگنيز آڪساليڪيٽ) جي صورت ۾ موجود رهندي آهي.

سال 1952ع ۾ پهريون پيرو ماستر، رضوي ۽ شاهه ٻڌايو ته هن ڌاتوءَ جا ذخيرا 26 ڊگري 17 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪن ۽ 66 ڊگري 33 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪن ڏانهن، ڪراچيءَ شهر جي اوڀر، اتر- اوڀر ۾ 18 ميلن جي فاصلي تي لسبيلي ڪان پياري پير ڏانهن 10 ميل ڏکڻ ۾ گگري نئن (Gagari Nai) وٽ آهن. هي ڌاتو اهڙي بجريءَ واري ڪاڻ تري (Dolerite sill) ۾ موجود آهي. سيرو واري مينگنيز 'سليازي ڪوٽائي' (Pipe driling) وسيلي حاصل ڪئي ويندي آهي. ٿي ضلعي ۾ هن ڌاتوءَ جا ذخيرا ٽن جڳهن تي آهن:

(1) هن ڌاتوءَ جا ذخيرا ڪاهڙي ڊوري وٽ 26 ڊگري 28 منٽ اتر ۽ 66 ڊگري 25 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهن.

(2) هن ڌاتوءَ جا ذخيرا سونهري ڊيند لڳ 25 ڊگري اتر ويڪرائي ڦاڪ تي ۽ 68 ڊگري 04 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ڏانهن جهمپير ريلوي اسٽيشن ويجهو آهي.

(3) هن ڌاتوءَ جا ذخيرا اونگر پوليس اسٽيشن ويجهو جهول ڏنڊ کان 8 ميل اتر ڏانهن رستي سان آهن.

لسٻيلي ۾ ڪاري نئن وٽ 25 ڊگريون ۽ 24 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪن ۽ 66 ڊگريون 45 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪن تي موجود آهي. جنهن ۾ 34000 هزار ڊيگھ ٽن (34000 long Tons) مينگنيز جي ڪچ ڌات موجود آهي، جنهن ۾ نج ۽ نبار مينگنيز 42 سيڪڙو آهي. اتي مينگنيز جا ٻه جدا جدا گونڌاڙا (pods) آهن.

لسٻيلي ۾ سيرو ڏوري وٽ 26 ڊگريون 17 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪن ۽ 66 ڊگريون 33 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي مينگنيز جي هڪ وروڪڙ ناڙ (veins) موجود آهي، جيڪا 1 انچ کان 7 انچ ٿولھ رکي ٿي. ان ۾ 950000 ڊيگھ ٽن (950000 Long Ton) مينگنيز جو ذخيرو موجود آهي، جنهن ۾ نبار مينگنيز 36 سيڪڙو آهي.

مينگنيز جو هڪ ٻيو ذخيرو لسٻيلي ۾ سنجري ڏوري واري ماڳ وٽ 26 ڊگريون 28 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 66 ڊگريون 26 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. هتي پٿرائين ريتيلي مادي ۾ 15 سيڪڙو درجي واري مينگنيز 65000 ڊيگھ ٽن انداز ۾ موجود آهي، جنهن جو پٿواڌ ڪلوميٽر ڊيگھ وارو ۽ ويڪر ۾ 1 کان 5 ميٽر ٿيندي. لسٻيلي ۾ پمياٽي ڏوري وٽ 26 ڊگريون 11 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 66 ڊگري 33 منٽن اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي 41 سيڪڙو درجي واري ميگنيز جا 5800 ڊيگھ ٽن (Long ton) وارا ذخيرا موجود آهن.

ان کان سواءِ گڏاڻي ڪرڙي (Gadani Ridge) لڳ 26 ڊگريون 5 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 66 ڊگريون 34 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي 48 سيڪڙو درجي واري ميگنيز ڊاڊي ڏوري وٽ 26 درجي 65 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 66 ڊگري 37 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي 35 سيڪڙو درجي واري اڻ ڪٿيل ميگنيز جا ذخيرا موجود آهن.

**وڊ سونارو ڪرومائيٽ (Wadsonaro Chronite):** ڪرومائيٽ جا ذخيرا، لسٻيلي ۾ موجود آهن. ڪراچي ڊويزن جي لسٻيلي ضلعي کان خضدار وارو علائقو سماقي (گرينائيٽ) پٿرن (Ophiolitic Complex) سان ڀريل آهي. ساموندي ڪناري کان خضدار تائين اهو فاصلو 350 ڪلوميٽر ٿيندو. اهو مرڪب اوفيوليٽڪ پٿرن جو سلسلو مکيہ طور ٻرندڙ ٽڪرن ۽ جڙيل تاسريءَ جي حرڪت سبب ڌرتيءَ جي مٿاڇري (crust) تي سخت دٻاءَ جي ڪري نڪتل لاوو آهي، جيڪو اڻ ڪٿيل انداز ۾ تهدار ٽڪرن سان زميني مٿاڇرو (crust) چيري ۽ ڦاڙي ٻاهر نڪتو آهي. هي لاوو اوڳاڇڻ وارو قدرتي لقاءَ ُپريت جهڙي جانورن واري عهد (Jurassic Epoch) ۽ ڇُن جي تهه دار جبلن جي عهد جي وچ ڌاري ٿيو هوندو.

اهي سماقي (گرينائيٽ) پٿرن جو ريتيلو مواد پنهنجي اندر ڪرومائيٽ وارو مادو ٻہ رکي ٿو اهي ڪرومائيٽي ماڳ سوناري، باران لڪ، دراڪلو ۽ گريشڪ ايراضيءَ ۾ خضدار تائين موجود آهن. احسان ۽ قريشي، سال 1997ع تائين اهڙا 15 پٻ سجاڻي ڏنا هئا. جتان سالينو 7698 ٽن ڪروماٽيٽ لڀي ٿي.

**ٽامو (Copper):** لسٻيلي جي سماقي پٿرن جي ماڳن (ophioliliopods) ۾ ٽامي واري ڌاتوءَ جي موجودگيءَ جا اهڃاڻ چٽا آهن. جو اتان جو اهو سماقي پٿرائون مرڪب سلسلو خضدار تائين لاڳيتو هليو وڃي ٿو جتي ٽامي جا چڱا موچارا ذخيرا موجود آهن.



**شيهو ۽ جست (Lead and Zinc):** جيالاجيڪل سروي آف پاڪستان لسٻيلي کان خضدار (بلوچستان) تائين سماقي پٿرن (Ophiolitic) واري پٽي ۾ شيهو (lead)، جست (zinc) ۽ بئرائٽ موجود آهي، هي پٽو ڪراچيءَ ۽ خضدار جي وچ ۾ آهي. هي معدنياتي ذخيرا لسٻيلي جي ڏکڻ اوڀر ۾ دودر (Duddar) ۾ آهن. انهن ذخيرن جو رنگ مسيسپي



(Mississippi) جي ذخيرن واري نموني جو آهي. دودر وارا ذخيرا 6.86 ملين ٽن آهن، جن ۾ 11.34 سيڪڙو جست (zinc) پڻ موجود آهي.

**چقمقي پٿر (Flint stone):** پٿر جو هيءُ قسم سکر ضلعي جي



روهڙي سميت ڪوٽڏيجي، سيوهڻ ۽ ٽاٽي بولاخان جي چن جي پٿر وارين ٽڪرين ۾ لڀي ٿو. روهڙي ۽ ڪوٽڏيجيءَ وارا چقمقي پٿر مختلف شڪلين ۽ جسامت وارا هڪ ميٽر پيٽي (diameters 1) تائين جا پوري رنگ تي آهن. هي پهڻ ريگمالي پني، گتي ۽ پائي ٽاهڻ جي ڪم ايندو آهي.

**گرينائيٽ پٿر (Granite)**: سڄو ڪارونجهر جابلو سلسلو ڪارونجهر، ڊينگاٽي، ڇٽيندا ۽ ڪارسر گرينائيٽ (سماقي) پٿرن جو جڙيل آهي، جيڪو 40 چورس ميلن ۾ پکڙيل دنيا جو هڪ عجيب جبل آهي، جنهن جو ظاهر ۾ ڪنهن به جابلو سلسلي سان لاڳاپو نظر نه ٿو اچي، پر سمنڊ جي اندران هن جو لاڳاپو ڪڇ جي ڪارن ڏونگرن (Black Mountains)



(Granite) سماقي پٿر

۽ اراولي جابلو سلسلي سان آهي. هي ڪارونجهر جبل حياتياتي زماني کان به ڪافي آڳاٽو آهي. هن سماقي پهڻ جي دنيا جي مارڪيٽ ۾ وڏي قيمت آهي. هن مان حڪيم ڪرل ۽ عام ماڻهو جند جوڙين ٿا. بنگلن ۽ محلاتن جي ٻاهرين ڏيک وارين پٽين تي انهن پٿرن کي سجاوٽ طور لڳايو ويندو آهي. ان ڪانسواءِ هن پٿر تي سمنڊ جي کاري پاڻيءَ جو به ڪو اثر نه ٿو ٿئي. ان ڪري ساموندي ڪنارا سان پهڻن مان دڪا جوڙيا ۽ بند پڻ ٻڌا ويندا آهن.

**بئرائيٽ (Barite)**: اها بئرئيم سلفيٽ (Barium Sulphate) جي معدني شڪل آهي، جيڪا ڪراچيءَ ڊويزن جي لسٻيلي ضلعي ۾ گهٽي تعداد ۾ لڀي ٿي. ڪلنگر (Killinger) ۽ رچرڊ (Richard) موجب جيڪر انهيءَ هنڌ واري کاڻ 25 فوٽ هيٺ تائين کوٽي وڃي ته 11 هزار ٽن کان وڌيڪ بئرائيٽ لڀي سگهي ٿو.

بئرائيٽ لاءِ لسٻيلي ۾ بنڪري واري ماڳ وٽ 26 ڊگري 15 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 66 ڊگري 30 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي 'يونائيٽڊ مائننگ ڪارپوريشن' (United Mining Corporation) کوٽائي ڪئي هئي. اهو ماڳ 10 ميل اوڀر ۾ ٽيرو وٽ ڳاجڙي نئن ۽ ڪيرنو ڊوري وٽ آهي. انهيءَ کاٽ کوٽ ڪارپوريشن، بئرائيٽ جي 100 فوٽ ڊگهي ۽ 9 فوٽ ويڪري ناڙ (vein) جا گار پهڻ (Quartz) جيڪي 70 فوٽ گهرائيءَ ۾ ڳولي لڌا آهن. جيڪي 'پربت جهڙي جيوت واري جمار' (Jurassic age) جا آهن. ان ريت پهٽي ناڪو لڳ 26 ڊگري ۽ 46 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 66 ڊگري 31 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ڪراچيءَ کان 25 ميل اتر ڏانهن پب جابلو سلسلي ۽ ڪوراري لڪ ۽ حاجي لڪڙ ڪرن جي وچ تي آهن. هتي بئرائيٽ جا ذخيرا 'چنائين جمار' (Cretaceous Age) جا مختلف شڪلين وارا ڳنڍيدار صورت ۾ موجود آهن.

(1) ڪُڏٽي وارا بئرائيٽ جا ذخيرا، جيڪي بنڪري کان اتر- اوڀر ڏانهن 40 ميلن جي فاصلي تي ٻيلي شهر جي اتر ۾ آهن. اهي پڻ ڪينار ڊوري ۽ ڳاجڙي نئن کان 20 ميل ڪنڊي ڏانهن آهن. هي ماڳ شرڪن جي ساحي کپ کان سنجري ڊوري جي ڪناري لڳ آهي، جيڪو ٻيلي کان 26 ميل اتر طرف آهي.

(2) بئرائيٽ جو هڪ ٻيو ذخيرو حاجي محمد خان بنٺ کان 26 ڊگريون 31 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 66 ڊگريون 26 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. هي ماڳ ٻيلي شهر کان اتر ڏانهن 26 ميلن جي مفاصلي تي آهي. هن جي ڪچ ڌات ۾ 50.56 سيڪڙو مينگنيز موجود آهي.

(3) بئرائيٽ جو ٽيون ذخيرو، چوهاڻ جهل، دادوءَ ۾ 26 ڊگريون 31 منٽ 30 سيڪنڊ اتر ويڪرائي ڦاڪن ۽ 66 ڊگريون 20 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪن تي موجود آهي. اتي 20 هزار ٽن جي حساب سان مينگنيز موجود آهي. هتي جي ڪچ ڌات ۾ 36.85 سيڪڙو نج ۽ نبار مينگنيز نڪري ٿي.

**ريگسالي مادو/ رگڙ وارو مادو (Abrasives)**: اهو هڪ اهم غير ڌاتوئي ريتيلو مادو آهي، جيڪو الومنيم آڪسائيڊ (Aluminum oxide) ۽ سليڪان ڪاربائيڊ (Silicon Carbide) مان جڙيل آهي. هي لعل، ياقوت، ۽ هيرن کي جوڙڻ ۽ چمڪائڻ جي ڪم ايندو آهي. هي ٺٽي ضلعي جي ڪيترن ئي ماڳن ۾ ملي ٿو ان مان هڪڙو ماڳ، اولهه ڏانهن 24 ڊگريون 52 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪن ۽ 67 ڊگريون 56 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪن تي جهول ڊنڊ کان هڪ ڪلوميٽر اتر اوڀر ڏانهن هڪ ڳوٺ پنيرا وٽ آهي.

**ايلم (Alum)**: ايلم ڌاتو چقمقي ڪچي پٿر (Dyritiferous Sloles) مان جڙندو آهي، جيڪو ڳاج جوڙجڪ وٽ مڪي نئن لڳ 27 ڊگريون 03 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪن ۽ 67 ڊگريون 33 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪن تي آهي. رني ڪوٽ وٽ رني ڪوٽ ميڙ (Ranikot Group) ڏانهن 25 ڊگريون 54 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪن ۽ 67 ڊگريون 56 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪن تي ۽ ناڙي ميڙ وٽ بل ماڳ وٽ 25 ڊگريون 37 منٽ اتر ويڪرائي ڦاڪن ۽ 67 ڊگريون 33 منٽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪن ۽ ان ريت شاهه لڳ تريمي وٽ لڳ ڀڳ ساڳين ڊگرين تي موجود آهن.

**بلوري مرڪب (Fieldspar)**: هي معدنيات سليڪيٽس سوڊيم، پوٽاشيئم ۽ ڪئلشيئم جو گڏيل مرڪب آهي. سڄي ملڪ ۾ هن جي ڪل ساليانِي پيداوار 26360 ٽن آهي. هي مرڪب سنڌ ۾ ننگرپارڪر جي معدنياتي ماڳ تي لڀي ٿو.



**سنڌ جا بندر:** بندرگاھ لفظ جي لغوي معنيٰ آھي بندر ڪرڻ جي جاءِ، درياھ يا سمنڊ جي ڪناري تي جھازن ۽ ٻيڙين وغيره جي بيھڻ ۽ ماڻھن، مال وغيره جي لھڻ چڙھڻ جي جاءِ. سنڌ ۾ آڳاٽي زماني کان وٺي بندرگاھن کي اھميت حاصل رھي آھي. سنڌ قدرتي بندرگاھن کان سواءِ ھٿرادو بندر پڻ موجود آھن. بندرگاھ لاءِ لازمي آھي ته درياھ يا سمنڊ جي ڪناري وٽ اُن جاءِ تي ھجي، جتي پاڻي ڪجھ اونھائيءَ ۾ ھجي ته جيئن جھاز ڪناري تي ڦاسي نه پوي ۽ ان کان سواءِ تيز لھرن جي موجودگي به ھجي ته جيئن جھاز پاڻيءَ ۾ ڊوڪي سگھن.

سنڌو درياھ ۾ قديم دورن کان ٻيڙن وسيلي آمدورفت جاري رھندي پئي آئي آھي، پر سنڌ ۾ جديد جھازرانيءَ جي ابتدا انگريزن دور ۾ ٿي. ھندستان تي قبضي کان پوءِ انگريز جديد جھازرانيءَ جي شروعات سنڌ مان ڪئي. سنڌودرياھ ۾ پھريون وڏو ٻيڙو 'انڊس' 1835ع ڌاري ھلايو ويو. جنھن بعد انگريزن ٻيا به ڪيترائي ٻيڙا سنڌو درياھ ۾ ھلايا. سنڌ تي قبضي کانپوءِ جڏھن انگريزن سنڌو درياھ کي واپاري مقصدن لاءِ استعمال ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته ان لاءِ سڀ کان پھريان 1856ع ڌاري 'Oriental Inland Steam Company' قائم ڪئي وئي. ان ڪمپنيءَ کي برطانوي سرڪار 50 ھزار روپيا سبسڊي ڏيڻ جو اعلان ڪيو، پر ترت اُن ڪمپنيءَ جو ڏيوالو نڪري ويو ۽ 1869ع ڌاري ڪمپنيءَ پنھنجو ٻيڙو وڪڻي ڇڏيو. 1859ع ڌاري انگريز سرڪار جي ڪوشش سان 'Indus Steam Prilla' نالي سان ڪمپني ناھي وئي ۽ ان ڪمپنيءَ کي ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين ريلوي لائين وڇائڻ ۾ مدد ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو. سمنڊ وٽ انڊس ڊيلٽا ۾ پاڻيءَ جي سطح مٿي ھئڻ ڪري انگريز سرڪار سنڌ جي قديم شھر 'جھرڪ' ۾ 'انڊس فلوٽيلا' جو بندرگاھ ناھيو. جيڪو برطانوي سرڪار جو سنڌ ۾ قائم ڪيل پھريون بندرگاھ ھو. ان دور ۾ جھرڪن ويجھو سنڌو درياھ انتھائي گھرو ھوندو ھو. تنھنڪري اتان جھازن جي آمدرفت آسانيءَ سان ٿي سگھندي ھئي. بندر نھڻ ڪري جھرڪ شھر تمام گھڻي ترقي ڪئي. 1858ع ۾ ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين 'انڊس فلوٽيلا' ڪمپنيءَ جو ھيڊڪوارٽر ڪوٽڙيءَ ۾ مقرر ڪيو ويو. سنڌ جي سمورن شھرن ۽ پنجاب کان اينڊڙ مال ڪوٽڙيءَ ۾ لھندو ھو. ڪوٽڙيءَ جي بندر کي 'خانپور بندر' چيو ويندو ھو. ھي بندر تمام اوڪو بندر ھو جتي قابل ٻيڙيائتا سامان سان پريل جھاز وڃي اچي سگھندا ھئا. ھيءُ بندر مکيه بندر ھو ۽ ڪوٽڙيءَ واري لاھيءَ سبب ھتي درياھن جي لاھي ھئي، جنھنڪري ھتي پاڻيءَ جي گھرائي وڌيڪ ھئي. اھڙيءَ طرح سنڌ ۾ لليا پتڻ، ڪوٽڙي ڪبير بکر وغيره اھم درياھي بندر ھئا. نامور محقق مولائي شيدائيءَ پنھنجي ڪتاب 'تاريخ سکر' ۾ لکيو آھي ته انھن ڏينھن ۾ انڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ جا جھاز مھراڻ جي ڊيلٽا مان شيرشاھ ۽ ملتان جو مال ڍوئيندا ھئا، جن سان فلاٽون ٻڌندا ھئا، جيڪو ڪراچيءَ کان ولايت ويندو ھو ۽ ولايتي سامان سنڌ ۽ پنجاب جي شھرن ۾ پھچندو ھو. آگبوٽن ۾ ڪاٺيون ٻرنديون ھيون، جن جي ڪٽڻ لاءِ مھراڻ جي ڪپ تي اسٽيشنون قائم ڪيون ويون ھيون، وري جيڪي شھر بندر ھئا، اتي ٽرئفڪ ايجنسيءَ جا دفتر کوليا ويا. سکر بندر تي به ھڪ وڏو گودام ھو جيڪو بعد ۾ ڪوٽڙيءَ منتقل ڪيو ويو.

تاريخي طور سنڌ جا بندرگاھ تجارتي مرڪز رھيا آھن. جتان پرڏيھي تھذيبن مصر، عراق، سمير ۽ ٻين ھنڌن ڏانھن واپاري سامان بحري ٻيڙن ذريعي نيو ويندو ھو. ان ڳالھ جون ثابتيون پراڻين تھذيبن: عراق، فلسطين ۽ مصرجي قديم آثارن مان به معلوم ٿين ٿيون ته بابل جا رھاڪو سنڌ مان پھتل ململ کي 'سنڌو' سڏيندا ھئا. چاڪاڻ ته اھو ڪپڙو سنڌ مان ايندو ھو ۽ يھودين سان ٻين جنسن جو واپار سمنڊ رستي ٿيندو ھو. قديم زماني ۾ عربي سمنڊ وسيلي به سنڌ جا جھاز ڪيترن ئي ملڪن تائين پھچندا ھئا. جڏھن ته ٻاھرين واپارين جا جھاز سنڌ جي بندرگاھن تي اچي لنگر انداز ٿيندا ھئا. سڪندراعظم آڏو به سنڌ تي قبضو ڪرڻ جو مقصد سنڌ جي اٽڪٽ دولت ھٿ ڪرڻ ۽ يوناني تھذيب، ٻولي ۽ ھنر جو اثرسڃي خطي ۾ قائم ڪرڻ ھو. ان ڪري ھن اُر، پٽالا، پنيور ۽ سون مياڻيءَ جي بندرگاھن تي گوديون تعمير ڪرايون، نتيجي ۾ سمنڊ رستي يونان تائين مال پھچايو ويندو ھو. اسلامي دور حڪومت کان اڳ عربن جا سنڌ سان تمام ويجھا واپاري لاڳاپا ھئا، ۽ اھي خشڪيءَ وسيلي يمن، شام ۽ مصر تائين واپار ڪندا ھئا. سمنڊ تي حملي ڪرڻ وقت سنڌن عربي سمنڊ، ڳاڙھي سمنڊ ۽ پونوچ سمنڊ جي بندرگاھن تي قبضو ٿي چڪو ھو.

'سنڌو ڊيلٽا جا قديم بندرگاھ' (Ancient Shaping Forts of the Indus Delta) جو مصنف ڊاڪٽر ايس. ايم. اشفاق لکي ٿو ته: سنڌوءَ جو ڊيلٽا شايد دنيا جي جھازرانيءَ وارن بندرگاھن مان سڀ کان وڏو دفن ٿي ويل ڊيلٽا آھي. اھو ڊيلٽا سنڌو تھذيب جي شروعات کان وٺي گذريل صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين، ھينين سنڌو ماٿريءَ ۽ ڏورانھن ملڪن: مصر، عرب، سمير، ايران، اوير آفريقا، مھاراشٽر، سريلنڪا ۽ چين جي وچ ۾ واپاري ۽ ثقافتي لاڳاپن جي ھڪ لچڪدار حد رھيو آھي. (حوالو: Quarterly Archaeology Vol: V-No 1 and 2, 1992)

عربن جو جڏھن سنڌ تي قبضو ٿيو ته ان زماني ۾ مال جو ويمو ڪرائڻ جو به رواج ھو. جيڪڏھن ڪنھن سوداگر جي مال کي سمنڊ تي نقصان پھتو ٿي ته جھازران اھا رقم ڀري ڏيندو ھو. ايشيا جي ملڪن جا واپاري گجرات کان سچا موتي خريد ڪندا ھئا ۽ سنڌ مان مصالحو، خوشبودار شيون، ڪپڙو، نير ۽ ڪاٺ خريد ڪندا ھئا. چاڪاڻ ته بابل کي عمارتي ڪاٺ جي سخت ضرورت ھئي. اھي جھاز ايراني نار ۽ مڪران جو ڪنارو وٺي سنڌ جي بندرن تي لنگرانداز ٿيندا ھئا. واپاري قافلن وارا جتا 'واھا' سڏبا ھئا. ھرھڪ قافلي سان حفاظت لاءِ جتا رکيل ھوندا ھئا، جيڪي ساٿن گڏ ھلندا ھئا. مينھن پوڻ ڪري رستا خراب ٿي ويندا ھئا، جنھنڪري واپارين کي ڏکيائي ٿيندي ھئي. تنھن دور ۾ بنارس جو مال قافلن ذريعي گنگا (پالپور) کان بنگال جي اپسمنڊ تي پھچندو ھو. اھو مال، الھندي ۾ ڀڙوچڪا (ڀڙوچ) ۽ راجپوتانا لتاڙي

پنيور کان اوفير (Ophir) ڏانهن ۽ يمن جي بندرن کان شام ۽ مصر تائين ويندو هو. فنيقا جا سوداگر آٿونين بيڙن کان گندرف ۽ سڪو ميوو آڻيندا هئا ۽ را جگري جي مال جا قافلا گنڌارا تائين ويندا هئا. اهو رستو وچ ايشيا تائين ويندو هو، جيڪو ٽئڪسيلا مان لنگهندو هو. پنجاب جي ندين ذريعي چين ۽ ڪشمير جو مال سنڌ جي بندرگاهن تي پهچندو هو. عربن کان سواءِ ايراني ۽ مصري واپاري سنڌوندي ۽ سامونڊي بندرن تي به واپار ڪندا هئا. درياهه تان جيڪو به مال پنيور پهچندو هو، سو هتان سامونڊي جهازن ۾ پريو هو ۽ واپارين کي گمرگ (ڪسٽم ڊيوٽي) ڏيڻي پوندي هئي. ڌارين ملڪن جي واپارين لاءِ بندرگاهن تي رهڻ لاءِ خاص انتظام هوندو هو. يونانين جي حڪومت ۾ سڄي هند ۾ سون، چاندي ۽ هيرن جو واپار هلندو هو. جيڪي سنڌ جي بندرگاهن کان ٻاهرين ٻين ملڪن ڏانهن نيا ويندا هئا. يوناني حڪومت جي ڪري وچ ايشيا جو مال ۽ بحيره خزر پار ملڪن جو مال جهڙوڪ: وولگا جو چمڙو ۽ قالين وغيره به سنڌ ۾ پهچڻ لڳا. يوناني حڪومت ننڍا وڏا سڪا ايجاد ڪيا هئا، جيڪي پڻ هتي رائج ٿيا. سنڌ، ايراني نار ۽ عمان کي ويجهي آهي. ايراني نار جي بندرن ابلهه، سيراف، قيس، تيز ۽ سوهر جي بندرن سان ديبل ۽ پنيور جا بندر لاڳو هئا. چين جا جهاز پڻ سنڌ جي بندرگاهن تي لنگر انداز ٿيندا هئا. 1527ع ڌاري ايراني، چين جي ريشم جو واپار مشرقي بازنطيني سلطنت سان ڪندا هئا. قسطنطنيه ۽ روم جي شهزادين لاءِ ريشم، عطر، ململ ۽ سچن موتين جي ضرورت هئي. شهرن جي دروازن کان مال نڪرڻ وقت واپارين کي محصول پرڻو پوندو هو ۽ بندرن ۽ سرحدن تي مال جي رقم جو پنجون حصو ڍل طور ڏيڻو پوندو هو. تنهن دور ۾ سمنڊ تي بحري ڦورن جو به خطرو هوندو هو، جن کي 'ميد' سڏيو ويندو هو. جيڪي جهازرانيءَ جا ماهر هئا. سنڌ ۽ گجرات جا راجا ڪين پنهنجي بحري ٻيڙن تي ملازم رکندا هئا. سندن خوف کان ساسانين، پنهنجي شط العرب واري بندر ابلهه کي قلعو ڏياريو هو. سندن خوف جي ڪري چيني پاڻ سان جهازن تي پنج سئو ملاح رکندا هئا. عرب پونوچ سمنڊ جي ڦورن کي 'قرصان' ۽ سنڌ، ڪڇ ۽ گجرات جي ڦورن کي 'بوارج' چوندا هئا ۽ اهو قبيلو بندرگاهن جي آسپاس رهندو هو.

سمير جي بندرگاهن تي عاج، پولڙا، مور ۽ قيمتي پٿر وغيره سنڌ مان نيئي واپار ڪيو ويندو هو. جنهن جون ڪيترين ئي روايتون ملن ٿيون. سوٽي ڪپڙو هڙپا ۽ موهن جي دڙي جي تهذيب جي هڪ اهم وٽ هو ۽ ميسوپوٽيميا سان ڪجهه واپار سوٽي ڪپڙي جو هوندو هو ۽ پوءِ واري تاريخي دور دوران ان سُٽ کي 'سنڌو' جي نالي سان سڃاتو ويندو هو ۽ يونانين وٽ اهو 'سِندن' ٿي پهتو. دلمون کان اُر ڏانهن ويندڙ سامان ۾ عاج، ڪاٺ، سُٽ، ٽامو ۽ سون شامل هو جن جو ذڪر سميري ڪتابن ۾ ملي ٿو. سميرين جي 'جنت ڏندڪتا' ۾ دلمون کي ڌرتيءَ جو بندرگاهه گهر ڪري ڄاڻايو ويو آهي. گويا جا جهاز انهيءَ بندرگاهه ڏانهن هر قسم جا وکر هن بندرگاهه تان آڻيندا هئا ۽ اهو ساڳيو مال سامونڊيءَ رستي دمشق ۽ شام جي بندرگاهن تائين پهچندو هو. سمير سان واپاري تعلق لڳ ڀڳ ڏکڻ بلوچستان جي ڪُلي ثقافت وارن واپارين پاران شروعاتي حڪومتي دور ۾ شروع ڪيل هو ۽ هن واپاري سرشتي کي انهن ماڻهن سان منسوب ڪرڻ، توڙي انهن پاران سمير جي شهرن ۾ ڪارخانا قائم ڪرڻ جا ثبوت به ملن ٿا، جيڪي سنڌ ۽ هند جي سوداگرن جون آباديون مڃيون ويون آهن. سوداگرن ۽ واپاري دستاويزن تي پنهنجي سڃاڻپ وارا ٺپا ڪتب آڻي اُر، لگاش ۽ ٻين واپاري مرڪزن تي پنهنجا نمائندا مقرر ڪيا.

سميري ڪتابن ۾ عِريدو بندر جو گهڻو ذڪر اچي ٿو هي نوح جي اوريڪ کان اڳ ۽ پوءِ هڪ مصروف ترين بندر هو عريدو بيرسوسَس جي ديوتا اوئينيس طور سڃاتو وڃي ٿو سنڌ ۽ سمير وچ ۾ سمنڊ وسيلي واپاري لاڳاپن بابت اهو چئي سگهجي ٿو ته سنڌو ماٿري جا ماڻهو سڀ کان پراڻا سامونڊي واپاري هئا ۽ سندن جهاز هر قسم جا وکر عريدو بندر ڏانهن ڪٽي ويندا هئا. سنڌ، واپاري لحاظ کان صدين کان مشرق ۽ مغرب کي ملائيندڙ واپاري رستن جو لنگهه تي رهي آهي. رومي واپاري، مصر، شام، عراق، ايران ۽ ٻين ملڪن ۾ نه ويندا هئا، تنهن هوندي به مسلمانن ۽ رومين جي وچ ۾ يهودين جي قوم ئي هئي، جنهن سان بندرگاهن تان واپار ٿيندو هو. اهي عربي، فارسي، لاطيني، انگريزي، اسپيني ۽ ملائي زبانون ڳالهائيندا هئا ۽ اوير کان اولهه ۽ اولهه کان اوير خشڪي ۽ سامونڊي رستن ذريعي ايندا هئا. انهن جو واپار سنڌ کان سواءِ چين ۽ هندستان ۾ به هلندڙ هو. اهي ريشم جي ڪپڙي، غلامن، کلن ۽ تلوارن جو واپار ڪندا هئا. سنڌ جو ان دور ۾ جن ملڪن سان خشڪيءَ وسيلي واپار هو، تن ۾ عربستان،خراسان، ايران، ترڪي، چين، افغانستان، ميسوپوٽيميا ۽ ايشيا جا ٻيا هنڌ اچي وڃن ٿا، جڏهن ته سامونڊي واپار ايراني نار جي اهم بندرن، ديو، ڪمبي، گوئا، سورت ۽ ملبار ڪناري جي ڪيترن ئي بندرن تائين هلندڙ هو. جڏهن ته سنڌ ۾ لاهري بندر، پنيور، اورنگا بندر، شاهه بندر، منصوره بندر، ديبل بندر ۽ سون مياڻي بندر سميت ٻيا ڪيترائي اهم بندر شامل هئا. جيڪي ان وقت ۾ وسيل اهم واپاري بندر هئا.

سنڌ جي مشهور بندرگاهن جا تفصيل هيٺ ڏجن ٿا:

**آمري بندر:** هي بندر سنڌو درياهه جي ساڄي ڪناري تي، سن شهر کان نو ميل اتر طرف موجوده ضلعي جام شوري ۾ واقع هو. پنهنجي دؤر ۾ هي ننڍو بندر هوندو هو. جتان واپاري سنڌ جي مختلف بندرگاهن تي ٻيڙن وسيلي ويندا هئا. جڏهن ته هتي پرڏيهي واپاري سنڌ جي وڏن بندرن ڏانهن تجارت ڪرڻ لاءِ درياهي ۽ سامونڊي رستي ويندا هئا. هن بندرگاهه کان ٿوري پنڌ تي به وڏا دڙا آهن. جن جي باري ۾ قديم آثارن جي ماهرن جو خيال آهي ته اصل ۾ بندر اهو هو. جيڪو اليگزينڊر برنس جي چوڻ مطابق قديم زماني ۾ هڪ وڏو شهر ۽ راجائن جي رهڻ جو ماڳ هو. پر سنڌو درياهه جي ٻوڏ سبب تباهه ٿي ويو. آمري بندر هن وقت هڪ شهر جي صورت اختيار ڪري چڪو آهي. جتي مقامي ماڻهن لاءِ سرڪاري سهولتون مهيا ٿيل آهن.

**اروڙ بندر:** سنڌ جو هي قديم بندرگاهه روهڙي، ضلعي سکر کان پنج ميل ڏکڻ اوڀر ۾ واقع آهي. ابن خردازبہ 250ھ ۾ پنهنجي ڪتاب ’المسالڪ والممالڪ‘ ۾ هن بندر جو نالو ’وور‘ ۽ ’رور‘ ڄاڻايو آهي، جڏهن ته هن کي مقامي طور الور، الروز، الدور، الرود ۽ رور جي نالن سان به سڏيو ويو آهي. هڪ هزار سال اڳ سنڌ جو دارالسلطنت رهندڙ هي بندرگاهه 450ع کان 642ع تائين چندر ونسي راجائن جي حڪومت هيٺ هو، جن کي راءِ گهراڻو سڏيو ويندو هو. هن گهراڻي 1100 ق.م ۾ به اروڙ تي حڪومت ڪئي.

ڪتاب ’سنڌ جي هندن جي تاريخ‘ موجب سنڌ جي راءِ گهراڻي ۽ برهمڻ گهراڻي وارن راجائن جي گاديءَ جو هنڌ الور (اروڙ) هو. جڏهن ته چچنامي ۾ لکيل آهي ته: ”هن شهر تي راجا سهيرس پٽ راءِ سهاسي جي حاڪميت هئي. سندس بادشاهي اولهه طرف مڪران، اوڀر طرف ڪشمير، ڏکڻ ۾ سمنڊ ۽ ديبل بندر ۽ اتر طرف ڪيڪان هئي ۽ سندس دارالسلطنت الور هو.“

ويدن جي دور کان آباد هن شهر جي بندرگاهه تان ٻيڙا ۽ وڏا جهاز درياهه کان سمنڊ رستي بابل، ڪلداني، مصر ۽ ايراني نار جي بندرگاهن تي لنگر انداز ٿيندا هئا ۽ مختلف ملڪن جا واپاري جهاز هن بندرگاهه تي ايندا هئا.

هن بندرگاهه جي ڪنڌرن مان پراڻا ڪٽيل سڪا ۽ ڪچيون پڪيون سرون مليون آهن. ڪالڪان ديويءَ جو هڪ مندر، جنهن کي قديم ڄاڻايو پيو وڃي. ان لاءِ چيو وڃي ٿو ته هن مندر کي راءِ گهراڻي ٺهرايو هو، جنهن ۾ برهمڻ سيلائچ ۽ سندس پٽ پوڄا ڪئي هئي. هي مندر اڄ به اروڙ ۾ موجود آهي ۽ هڪ مسجد جنهن کي محمد بن قاسم جوڙايو، سا پڻ موجود آهي، جڏهن ته هن بندرگاهه جي تباهه ٿيڻ متعلق مؤرخن جا مختلف رايا آهن.

ونسينٽ اي. سمٿ ’تاريخ قديم هند‘ ۾ هن جي بربادي جو زمانو 700ع ڏيکاري ٿو. هي لکي ٿو ته: ”سيف الملوڪ نالي عرب سوداگر، واپار لاءِ الور آيو ۽ سندس زال کي راجا پنهنجي قبضي ۾ ڪرڻ چاهيو، جنهن جي بددعا سبب هي شهر تباهه ٿي ويو ۽ سنڌو درياهه هٽڪو رخ اختيار ڪيو.“ 1521ع ۾ مرزا شاهه بيگ ارغون جڏهن سنڌ فتح ڪئي، تڏهن هن بندرگاهه جي قلعي کي ڊهرائي اتي پڪين سرن مان بکر جو قلعو تعمير ڪرايو.

**الهيو بندر:** هيءُ بندرگاهه اورنگ بندر کان اٽڪل پنجاهه سال اڳ آباد ٿي چڪو هو. جيڪو ضلعي ٺٽي جي جاتي تعلقي ۾ ڪلڪان ڄاڻي کان ارڙهن ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ الهيي خواجي جي نالي پويان سڄاتو ويندو هو. پنهنجي اوج واري زماني ۾ هن بندر تان بحرين، مسقط ۽ بمبئي جي بندرن سان واپار هلندو هو. جڏهن ته ڪيترائي ڏيهي توڙي پرڏيهي جهاز ۽ ٻيڙا هتي اچي لنگر انداز ٿيندا هئا. هندستان جي بادشاهه اورنگ زيب عالمگير جي حڪومت ۾ جڏهن اورنگا بندر ٺهيو ته هن بندرگاهه جي اهميت ۾ گهٽتائي اچڻ لڳي، جنهن ڪري هي مڪمل طور ختم ٿي ويو.

**اورماڙو بندر:** هيءُ بندر مڪران بلوچستان ۾ ڪنڌرن جي صورت ۾ واقع آهي، جنهن کي هينئر نئين سر آباد ڪري اتي ’جناح نيول بيس‘ نالي سان سامونڊي فوج جو اڏو قائم ڪيو ويو آهي. هيءُ بندر هاڻوڪي جاگرافيائي حدن جي لحاظ کان ضلعي گوادر ۾ آهي.

اورماڙا هن وقت بلوچستان جو تعلقو آهي، جڏهن ته هي پراڻي زماني ۾ سنڌ جو حصو رهيو آهي. يونانين هن تي ’باجيسرا‘ نالو رکيو هو ۽ تنهن وقت ۾ هن بندر جا رهاڪو ميد هئا، جڏهن ته قديم زماني ۾ فنيقي قوم وارن هن بندر تي پنهنجون فوجون پڻ لاٿيون هيون. پنهنجي دؤر جي مصروف ترين هن بندرگاهه تيُ ڪيترائي جهاز، ٻيڙا ۽ غوراب تجارت وسيلي لنگر انداز ٿيندا هئا. ان وقت هتي پرڏيهي ۽ ڏيهي سوداگرن ۽ واپارين جون ڪوٺيون پڻ قائم هونديون هيون. جڏهن ته هتان جي جامن کي هن بندر تان ڇهه هزار ساليانو آمدني ٿيندي هئي ۽ تنهن وقت ۾ هن بندر تان مسقط، ڪراچي، بمبئي ۽ ملبار جي اهم بندرن سان واپار هلندو هو. جڏهن ته 1935ع ۾ زلزلي سبب هي بندر مڪمل طور تباهه ٿي ويو. اورماڙا جو نئون بندر جتي جناح نيول بيس قائم آهي، اهو ڪراچيءَ کان 240 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي گوادر طرف آهي.

**اورنگا بندر:** مشهور مغل بادشاهه اورنگزيب عالمگير جي نالي پٺيان قائم هي بندرگاهه سنڌو درياهه مان نڪرندڙ ’سپر پکا‘ واهه، ضلعي ٺٽي ۾ پنجن ڪلوميٽرن جي ايراضيءَ تي پکڙيل هو. هي بندر لاهري بندر جي زوال پذير ٿيڻ بعد وجود ۾ آيو ۽ ان کي ’ڪڪرالا بندر‘ جي نالي سان به سڏيو ويندو هو. هن بندرگاهه کي پنهنجي زماني ۾ ڪافي اوج حاصل هو. هن بندررگاهه ذريعي ڏيهان ڏيهه سنڌ مان ٺهيل شيون وڪري لاءِ وينديون هيون. هيءُ بندرگاهه سنڌ جي وڏن بندرگاهن ۾ شمار ٿيندو هو. هن بندرگاهه ذريعي سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن کان علاوه ڪيترن ئي ملڪن سان تجارتي لاڳاپا هئا، جن ۾: افغانستان، خراسان، عربستان، ايران، ترڪي، ميسوپوٽيميا، ايشيا، چين ۽ مغرب جا ملڪ شامل هئا. تنهن دور ۾ سنڌ جو واپار ايراني نار جي بندرن ۽ ديو، ڪمبي، گوئا، سورت ۽ ملبار ڪناري جي ڪيترن ئي بندرن سان پڻ هلندو هو. جڏهن ته خشڪيءَ جي رستي، سنڌ جا واپاري قافلا، ڪيرٿر جبل جي لنگهه، مولا لڪ کان بلوچستان مان ايران پهچندا هئا ۽ اتان ’پونوچ‘ سمنڊ وارن ملڪن ڏانهن ويندا هئا. افغانستان ۽ ٻين اتر وارن ملڪن سان واپار بکر کان شروع ٿيندو هو، پر جڏهن شڪارپور ۾ واپار زور ورتو ته خشڪيءَ جو رستو هالار جبلن جي لڪن مان ’بولان لنگهه‘ پار ڪري قنڌار ۽ مَروَ کان ٿيندو، ترڪستان ۾ وڃي ختم ٿيندو هو. ان کان سواءِ اورنگا بندر تان مغربي ملڪن کي ڳنڍيندڙ بحري رستو به هو. جيڪو لاهري، شاهه ۽ وستا بندر کان ايراني نار جي بندرن: بصري، گومرون (بندر عباس)، آرمز، مسقط، ڪانگو (ڪنگون) ۽ بحرين بندر تائين هوندو هو. تنهن دور ۾ هن بندرگاهه وسيلي ان وقت جي چئن اهم واپاري مرڪزن: لاهور، ملتان، آگري ۽ احمدآباد سان پڻ تجارت ٿيندي هئي ۽ هن بندر تي ڏيهي توڙي پرڏيهي جهاز ۽ ٻيڙا لنگر انداز ٿيندا هئا.

اورنگا بندر جي تباهيءَ جو سبب سنڌو درياهه جو رستو مٽائڻ هو. جڏهن ته مقامي ماڻهن جي خيال موجب ڌرتيءَ ڌڏڻ ڪري هي بندرگاهه برباد ٿي ويو، جنهن ڪان پوءِ اتي جا رهواسي شاهه بندر ۽ ٻين شهرن ۾ وڃي آباد ٿيا. هن بندرگاهه جي تباهه ٿيڻ جون شاهديون واضح ناهن، جنهن لاءِ چٽي سگهجي ٿو ته هن بندرگاهه جي تباهي ڪهڙي طرح ٿي، ماضيءَ ۾ هن بندرگاهه کي ڪافي اهميت هئي. مغل دور ۾ هي بندرگاهه مرڪزي بندرگاهن ۾ شمار ٿيندو هو. هن وقت هن بندرگاهه جو نالو نشان ئي ڪونهي.

**برهمڻ آباد / منصوره بندر:** هي بندرگاهه ضلعي سانگهڙ جي شهدادپور ريلوي اسٽيشن کان اٺ ميل اوڀر طرف ٺٽل شهر جي صورت ۾ موجود آهي. هن جو هندي نالو 'ٻهمنوا' هو، جڏهن ته ڇچنامي ۾ هن نالي جي صورتخطي 'برهمناد' آهي، اهو ايراني نالو آهي، جيڪو ايران جي بادشاهه بهمن اردشير جي نالي پٺيان ورتو ويندو هو، جيڪو بدلجي 'بهمن آباد' ٿيو ۽ پوءِ برهمڻ آباد سڏجڻ لڳو، جيڪو سنڌ ۾ برهمڻن جي اچڻ کان پوءِ ٿيو. هندستان جي برهمڻ راجا 'قفند' پنهنجي پٽ 'ساهيڊ' کي جڏهن سنڌ تي حملي لاءِ موڪليو هو ته هن برهمڻ آباد ۾ آتشڪدي جي جاءِ تي بتخانو ٺهرايو. البيروني پنهنجي ڪتاب 'الهند' ۾ لکيو آهي ته يارهين صديءَ جي شروعات ۾ هن شهر جو نالو 'بهمنوا' هو جنهن مان پڻ هن شهر جي اصلي ايراني نالي جي تائيد ٿئي ٿي. فتح نامي مان ظاهر آهي ته راءِ گهراڻي جي وقت ۾ برهمڻ آباد، لوهاڻي پرڳڻي جو مرڪزي شهر ۽ اتي جي حاڪم 'اگهم راجا' جي گاديءَ جو هنڌ هو. جنهن کي هاڻوڪي وقت ۾ 'منصوره' جي نالي سان سڏيو ٿو وڃي.

محمد بن قاسم جي فتح وقت 712ع ۾ برهمڻ آباد هن علائقي جو مکيه قلعو هو ۽ شهر مضبوط قلعي اندر هو، جنهن کي چار وڏا دروازا هئا ۽ شهر جي ايرندي پاسي کان 'جلوالي' نالي نهر وهندڙ هئي. هي شهر سنڌ جو تخت گاهه هو. عربن منصوره جي هن نئين نالي برهمڻ آباد ۽ بهمن آباد ۾ تميز ڪرڻ لاءِ اصلي 'برهمنا باد قديم ماڳ' يا 'برهمنا قديم' ڪري سڏيو آهي.

هن بندرگاهه تان مقامي ماڻهو ائين صدي عيسويءَ ۾ جهازراني ڪندا هئا ۽ سنڌونديءَ جو پتڻ هوندو هو. هن بندر تان ڪشمير جو مال، جنهن ۾ چين جو ريشم به هوندو هو، وڏين ٻيڙين ذريعي سنڌ جي مختلف بندرن تي پهچندو هو ۽ سمنڊ رستي ملبار ۽ سرانديپ کان سيڌو سامان هن بندر تي رسندو هو. هن بندرگاهه ذريعي ايراني نار جي بندرن ۽ مسقط سان سنڌ جو واپار هلندو هو. ڪٿا، بيد، بانس ۽ ململ سنڌ مان ويندا هئا.

ڪن روايتن موجب هن بندرگاهه يا شهر جو حاڪم 'دلوراءِ' هو. جنهن جي ظلم سبب هي شهر تباهه ٿيو. پر اصل ۾ درياهه جي رخ مٽائڻ جي ڪري هي بندر ميسارجي ويو. ڪن جو خيال آهي ته محمود غزنويءَ سومنات فتح ڪرڻ بعد واپسيءَ تي هن بندر تي حملو ڪيو. چاڪاڻ ته اتي اسماعيلي خفيف سومري جي حڪمراني هئي ۽ اسماعيلين جو غزنويءَ سان وير هو. ڪن تاريخدانن جو خيال آهي ته محمد بن قاسم 712ع ۾ برهمڻ آباد کي فتح ڪيو، پر ان کي تباهه نه ڪيو ۽ منصوره جو ان کان 25 يا 30 سال پوءِ بنياد رکيو ويو. امڪاني ڳالهه اها آهي ته برهمڻ آباد کي ويران ڪيو ويو هجي. بلاذري پنهنجي راءِ ڏيندي چوي ٿو ته: "محمد بن قاسم منصوره کان ٻه فرلانگ پري پراڻي برهمڻ آباد طرف آيو جيڪو ان وقت آباد ڪونه هو پر هاڻي تباهه ٿي چڪو آهي."

**بکر بندر:** هي بندر سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ ۾ واقع هو. جنهن کي عباسي خليفي هارون الرشيد جي جرنيل شيخ ابو تراب 787ع ۾ الور (اروڙ) بندر جي تباهيءَ کانپوءِ آباد ڪيو ۽ هن جو نالو 'فرشته' رکيو ۽ الور بکر جي ٻهراڙي وارو ڳوٺ بڻجي ويو. تيرهين صدي عيسويءَ ۾ سيد محمد مڪيءَ جي هتي اچڻ کان پوءِ ان جو نالو 'بکر' پيو. 'قديم سنڌ ۽ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو' (ڪتاب) ۾ ڄاڻايل آهي ته: "فارسي ٻوليءَ ۾ هن بندرگاهه کي 'بکر' يا 'ٻکر' ڪري لکندا آهن". جڏهن ته هڪ راءِ هيءَ به آهي ته: اهو پنجاب جو شهر 'ٻکر' آهي. 'آئينه قديم سنڌ' ۾ لکيل آهي ته: "سڪندر اعظم جهلم نديءَ ذريعي سنڌو درياهه آيو جتي سوگدي جي حڪومت هئي، جنهن جو تخت گاهه 'ٻکر' نالي شهر هو."

پنجاب، ڪشمير، چين، هندستان ۽ مالوه جو مال سنڌو درياهه وسيلي سنڌ ۾ هن بندرگاهه تي اچي لهندو هو ۽ پنج سئو ٻيڙيون هر هفتي بکر بندر تي اچي لنگرانداز ٿينديون هيون. ان زماني ۾ سنڌ جو سامونڊي واپار ايراني نار جي اهم بندرن ۽ ڊيو، ڪمبي، گوئا ۽ سورت جي ڪيترن بندرن سان هلندو هو. جڏهن ته خشڪي رستي سنڌ مان واپاري قافلا ڪيرٿر جبل جي لنگهه 'مولا لڪ' کان بلوچستان ٽپي ايران پهچندا هئا ۽ اتان 'يونوچ' سمنڊ وارن ملڪن ڏانهن ويندا هئا. افغانستان ۽ ٻين اتر وارن ملڪن سان واپار بکر بندر کان شروع ٿيندو هو. افغاني واپاري ميوو، ڪشمير جون شالون، خراسان جو ريشم، ڪرمان جو پشم، ترڪستان جا پشمينا، ايراني ۽ ڪابلي غاليچا، گهوڙا، هٿيار، دوائون ۽ جڙي ٻوٽيون سنڌ جي هن بندرگاهه ۽ ٻين ڪيترن بندرن وسيلي شهرن ۾ پهچائيندا هئا.

ڪلهوڙن جي دور ۾ جڏهن 'خدا آباد' کي سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ بنايو ويو ته هن بندر جو زوال شروع ٿي ويو ۽ ويهين صديءَ ۾ بکر بندر جي تباهي شروع ٿي. اڪبر بادشاهه جي ڏينهن ۾ مير معصوم شاهه ٺٽل الور بندر جي سرن مان اتي قلعو ٺهرايو ۽ اهو قلعو نادر شاهه اچي ويران ڪيو. هي قلعو پهرين شيخ ابو تراب عرب ٺهرايو هو. جنهن جي مرمت وري شاهه بيگ ارغون ڪرائي. محمود غزنويءَ جي سپهه سالار عبدالرزاق هيءُ قلعو 411هه/ 1020ع ۾ فتح ڪيو هو. ڪلهوڙن جي دور ۾ بکر بندر هڪ تعلقي يا سب ڊويزن طور سڃاتو ويندو هو. جنهن کانپوءِ خيرپور جي ميرن جي ملڪيت بڻجي ويو ۽ انهن کانپوءِ انگريزن جي ملڪيت بڻيو. 1543ع ۾ هتي هڪ جنگ به وڙهي وئي، هينئر هي بندر مڪمل طور تي تباهه ٿي چڪو آهي، پر بکر جي قلعي ۾ پاڪستاني فوجي رهندڙ آهن.

**بلري بندر:** سنڌ جي هن بندرگاهه بابت قديم آثارن جي ڪاتي ڪي ڪي ڪندڙ ته نه ملي سگهيا آهن. پر ابن حوقل جي راءِ موجب: ”هاڪڙي درياهه جي ڪپ تي جتان هن وقت ڍورو نارو ڦٽي نڪري ٿو ان جي ٻاهر اترطرف بلري نالي بندرگاهه جا آثار موجود آهن.“ پر هاڻوڪي سنڌ جي نقشي موجب ان جاءِ تي هن بندر جا ڪي به آثار ڏسڻ ۾ نه ٿا اچن. ڇاڪاڻ ته هن جي ڪا خاص جاگرافي نه ملي سگهي آهي.

**بن قاسم بندر:** هي سنڌ جو هڪ نئون بندر آهي، سنڌ جي هن اهم بندر جو نالو ’محمد بن قاسم‘ جي نالي پٺيان ’بن قاسم‘ رکيو ويو آهي، جنهن جو بنياد اڳوڻي وزيراعظم پاڪستان ذوالفقار علي ڀُٽي 27 جون 1973ع تي ڪراچيءَ کان 35 ميل پري پپري واري علائقي ۾ اسٽيل مل جي ڪري رکيو. اسٽيل مِل جي مال جي آمدرفت جو گهڻو دارومدار هن بندر تي ٿي آهي، جنهنڪري بن قاسم بندر کان اسٽيل مل تائين ريل سروس ڪانسواءِ هڪ خودڪار چئن لڳل آهي، جنهن وسيلي مختلف سامان بندرگاهه کان اسٽيل مل ۽ اسٽيل مل کان بندرگاهه تائين آسانيءَ سان پهچائي سگهبو آهي.

هن وقت بن قاسم بندر سنڌ جو وڏو ۽ مصروف ترين بندر آهي. ڪراچيءَ جي هن بندر تان تقريباً هڪ ڪروڙ 30 لک ٽن کان وڌيڪ مال جهازن تان لاٿو ۽ چاڙهيو وڃي ٿو. جڏهن ته هتي ڪيترا وڏا جهاز ڏينهن رات لنگر انداز ٿيندا رهن ٿا.

**ياٺوٽ بندر:** هيءُ بندر هالا کان ٻارنهن ڪلوميٽر پري ضلعي مٽياريءَ ۾ سنڌو درياهه جي ڪاٻي ڪناري تي آباد هو. هن بندر جو شمار سنڌ جي ننڍن بندرن ۾ ٿيندو هو. ڇاڪاڻ ته هتان پري جي بندرگاهن ڏانهن ڏيهي توڙي پرڏيهي تجارت ڪانه ٿيندي هئي، جڏهن ته واپار جو دارومدار به آبادي جي لحاظ کان تمام گهٽ هوندو هو. جنهنڪري تجارت فقط ننڍين ٻيڙين ذريعي دريائي رستي سان ويجهن بندر تائين ٿيندي هئي. مقامي ماڻهن جي خيال موجب هن بندر جي اوج ختم ٿيڻ جو سبب ڌرتيءَ جو ڏهڻ آهي، جڏهن ته قديم آثارن جي ماهرن موجب هي بندر سنڌو درياهه جي رخ مٽائڻ ڪري ويران ٿيو. جڏهن ته هن وقت هتي ساڳي ئي نالي سان ڳوٺ آباد آهي، جتي زندگيءَ جون سهولتون رهواسين کي دستياب آهن.

**ڀنڀور بندرگاهه:** سنڌ جو هي قديم ترين بندر ڪراچيءَ کان سمنڊ رستي 62 ڪلوميٽر ۽ خشڪيءَ رستي 54 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي موجود آهي. هن جو اصل نالو ’ٻَن ٻهار‘ يا ’ون وهار‘ (Vanvihar) يا ’ٻن پور‘ (سج جي ديوتا جو شهر/ بندر) هو. پر مقامي طرح هن بندر جو نالو ’ڀنڀور‘ آهي.

ڀنڀور جي اڏاوت بابت مير علي شير قانع ٺٽوي پنهنجي ڪتاب ’تحفة الڪرام‘ ۾ لکي ٿو ته: ڀنڀور، ڀنڀوراءِ اڏيو هو ۽ هو هتي جو بادشاهه هو. درياهه ويجهو هئڻ ڪري هن شهر ۽ بندر کي خاص اهميت حاصل هئي. جڏهن بنو اميه جي گورنرن جي خلاف سنڌ ۾ بغاوت شروع ٿي ته ڀنڀور جو بادشاهه به بغاوت ڪرڻ لڳو. 750ع ۾ بنو اُميه جو دور ختم ٿيو ۽ عباسي خلافت جي شروعات ٿي. انهيءَ سال عرب فوج سنڌ ڏانهن اماڻي وئي ۽ ٻين رياستن سميت ڀنڀور به عباسي خلافت جي اثرهيٺ اچي ويو. ساڳئي ڪتاب مطابق ڀنڀور شيخ تراب جي دور ۾ ڌرتي ڏهڻ جي ڪري ڦٽو. پر مير طاهر جي خيال موجب ڀنڀور درياهه جي سُڪڻ يا رُخ مٽڻ سبب تباهه ٿي ويو.

ڀنڀور سنڌونديءَ جي ڊيلٽا جي اولهندي ڪناري تي هڪ مشهور بندرگاهه هو. جتي ٻيڙيون ڏيساورن ڏانهن ويندڙ مال سامونڊي رستي ذريعي پهچائينديون هيون. هن بندرگاهه تي ڪوڪن، ملبار، سريلنڪا (سرانديپ)، ڪارو مندل، ايراني نار، سوراشٽر، مشرقي هيٽن، چين، مصر، فنيقي، ڪلداني ۽ يمن جا سامونڊي جهاز لنگر ڪندا هئا، جنهنڪري هن بندرگاهه ذريعي ٻين ملڪن سان سنڌ جا واپاري تعلقات بهتر ٿيا. ان باري ۾ رحيمداد خان مولائي شيدائي، پنهنجي ڪتاب ’جنت السنڌ‘ ۾ لکي ٿو ته: ”سنڌ، هندستان ۽ ٻين ملڪن کان وڌيڪ دولتمند ملڪ هو ۽ سنڌونديءَ جي جهاز رانيءَ ۽ مغربي ملڪن کي ويجهو هئڻ سبب ان جو واپار هزارين ورهين کان مغربي ملڪن سان هلندڙ هو“ هن بندرگاهه ذريعي بيد مشڪ، لاک، نير، سوٽي ململ، چمڙو، ريشمي ۽ اوني ڪپڙا ۽ گهوڙا مغربي ۽ مشرقي ملڪن ڏانهن موڪليا ويندا هئا. اهي سڀ شيون ٻين ملڪن ڏانهن ايراني نار ۽ يمن جي بندرگاهن تان ٿينديون وينديون هيون. مشرق ۽ مغربي دنيا جي تعلقات تي H. G Rawlinson هڪ ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ هو لکي ٿو ته: ”سنڌ جي سوٽي ململ جي هنڌين ماڳين هاڪ هوندي هئي ۽ سنڌ جي نالي پٺيان ’سنڊن‘ (Sindon) سڏبي هئي، اها دنيا جي هر حصي ۾ خريد ڪئي ويندي هئي. خاص ڪري هن کي مصر وارا خريد ڪندا هئا، ڇاڪاڻ ته اها ململ لاشن جي ’ممين‘ لاءِ ڪم ايندي هئي.“

13صدي عيسويءَ جو مشهور سياح مارڪوپولو (Marcopolo) پنهنجي تصنيف ۾ ڄاڻائي ٿو ته: ”سنڌ جا قيمتي گهوڙا وڏين رقمن عيوض بندرگاهن ذريعي دکن ۾ وڪامندا هئا. اهڙي قسم جي هئي وڻج واپار ۽ دولت جي ڪري يوناني سياحت معرفت به ’ڀنڀور‘ وارو بندرگاهه سنڌ جو هڪ تجارتي مرڪز معلوم ٿئي ٿو.“

بطليموس جنهن سڀ کان پهرين دنيا جو نقشو ٺاهيو، تنهن ’ڀنڀور‘ کي باربريڪ ايمپوريم (Barbarik Emporium) جي واپار جي وڏي مرڪز جو نالو ڏنو آهي.

ڀنڀور جي بندرگاهه تي فنيقي، يهودي، ايراني، عرب ۽ مصري واپارين جي رهائش جو خاص انتظام هوندو هو. سنڌ جي رومانوي داستان ’سسئي پنهون‘ جو قصو به ڀنڀور سان لاڳاپيل آهي، جنهن جو ذڪر وڏ ۾ وڏ شاهه عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي رسالي جي پنجن سُرن ۾ ڪيو آهي.

هن بندرگاهه جي تباهيءَ بابت ڪننگهام جو خيال آهي ته ڀنڀور 1250ع ڌاري تباهه ٿيو، جڏهن ته ايلين جو چوڻ آهي ته: ڀنڀورا يا ڀنڀور بندرگاهه جي تباهيءَ بابت سنڌ جي لکيل پراڻي تاريخ ۾ ذڪر

ڪو نہ ٿو ملي. پر هاڻوڪي دور جي مقامي مصنفن جو چوڻ آهي تہ هي بندرگاهہ خليفي هارون رشيد جي زماني ۾ فتح ڪيو ويو ۽ سنڌ جي ڏنڊڪٽائڻ جو مرڪز رهيو. سنڌ جا مقامي ماڻهو درياهہ جي ان وقت جي وهڪري ۽ بندرگاهہ جي ماڳن کي نظر ۾ رکندي هن بندرگاهہ کي قديم سمجهن ٿا ۽ هن بندر جو سڪندراعظم جي هندستان تي حملي ڪرڻ وقت هجڻ جو امڪان ڏسڻ ۾ اچي ٿو. پر زمين جي مٿاڇري تي عربن جي حملي کان اڳ جا اهڃاڻ ڪي بہ نشان نظر ڪو نہ ٿا اچن.

**تيز بندر:** هي قديم بندر ايران کان نوَن ميلن جي مفاصلي تي واقع هو. هي مڪران (بلوچستان) جو پهريون بندر ليکيو ويو ٿي. تنهن وقت ۾ اهو سنڌ جي حدن ۾ هو. ياقوت حموي ۽ ابن حوقل هن بندر جو پهرين صدي هجريءَ کان ٽين صديءَ هجريءَ تائين اوج ڏيکارين ٿا. ڏهين عيسوي صديءَ تائين تيز بندر بلوچستان ۾، ديبل بندر سنڌ ۾، کنڀات، سوپارا ۽ جيسورا گجرات ۾، ملبار بندر مدراس ۾ ۽ ڪولم ملي جا بندر اهم هئا. هندستان ۽ چين جا جهاز ۽ ٻيڙا ايراني نار، يمن ۽ حبش ڏانهن ويندي تيز بندر تان لنگهندا هئا. ان ڪري هي بندر واپار جو بهترين مرڪز پڻ هو. جتان ڪچي ۽ گهوڙا هندستان، سنڌ، زنجبار، يمن ۽ فارس جي ٻين اهم بندرن ڏانهن ٻيڙن ذريعي موڪليا ويندا هئا. جڏهن تہ اُتان جي ملڪن جون ڪيترين ئي شيون هن بندرگاهہ تي اچي لهنديون هيون.

ڏهين عيسوي صديءَ ۾ ڪرمان جي بندر هرمز کي اهميت حاصل ٿيڻ ڪانپوءِ هي بندر زوال پذير ٿي ويو. جتي هاڻ ساڳئي نالي سان هڪ ڳوٺ آباد ٿي چڪو آهي.

**پاتال بندر:** سنڌو درياهہ جي ڇوڙ وٽ موجوده ٺٽي ضلعي جي قديم دور جو هڪ شهر ۽ بندر، جيڪو هڪ وڏو واپاري مرڪز هو. هِتان درياهہ ٻہ شاخون ٿي وهندو هو. 325 ق. م ڌاري سنڌ تي سڪندراعظم جي ڪاهہ وقت اهو 'پاتال' بندر نالي مشهور هو. جنهنڪري يونان جي تاريخ نويسن ان جو تفصيل سان بيان ڪيو آهي. سڪندراعظم هت گودي بہ ٺهرائي هئي. ميجر جنرل هيگ پنهنجي ڪتاب 'دي انڊس ڊيلٽا ڪنٽري' ۾ ڄاڻايو آهي تہ "حضرت سليمان عليہ السلام جي وقت ۾ ڏُنگيون ۽ جهاز، سنڌونديءَ جي پاتال بندر وٽ اچي بيهندا هئا. هت سنڌوندي اچي ڇوڙ ڪندي هئي ۽ مصر ملڪ جا جهاز پاتال بندر تائين ايندا هئا. هن قديم شهر ۽ بندر جا آثار ڪيٽي بندر ۽ شاهبندر جي لڳ سرڪاڻي ڪريڪ ۾ ٻڏل آهن، پر ڪڏهن ڪڏهن سمنڊ جي ويرن لهڻ چڙهڻ مهل نظر ايندا آهن. هي سورج وَنسي گهراڻي ۽ سنڌو تهذيب جو اوائلي بندر آهي. درياهہ جي هڪ شاخ جيڪا شاهبندر ڏانهن ويندي هئي، جنهن تي شاهہ ڪپور طرف اهو بندر هو. جنرل هيگ ساڳئي ڪتاب جي صفحي 20 تي لکيو آهي تہ اڪشواڪو ڪُل وارا هن بندر تي رهندا هئا. اڪشواڪو سورج ونسي گهراڻي جو پهريون بادشاهہ هو، جيڪو گوتم ٻڌ جي پيڻ 'اِلا' سان پرڻيل هو.

**پاري بندر/ نگر:** پاري نگر جي بندر جو بنياد عيسوي پهرين صديءَ ۾ پيو. جيڪو ننگرپارڪر کان 14 ڪلوميٽر اتر طرف واقع شهر ويراواهہ جي پرسان ڊٺل ۽ ويران ڪنڊرن جي صورت ۾ موجود آهي. آباديءَ جي لحاظ کان، هتي اڳ اٽڪل 40 هزار ماڻهو رهندا هئا. هتي اوسواڙن (جين ڌرم) جي اڪثريت هئي. جيڪي شاهوڪار ماڻهو هوندا هئا. تنهن وقت موجوده ڪڇ جو رڻ سمنڊ جي صورت ۾ موجود هو ۽ جنهن جو بندرگاهہ پاري ننگر هوندو هو. ڪڇ جي رڻ مان جهاز سڌو اچي ڏوتڙ (ٻہ تڙ) وٽ لنگر انداز ٿيندا هئا. ڏوتڙ، ويراواهہ کان ٻہ ميل اولهہ ۾ آهي، انهي ڦٽل بندر جا نشان اڄ بہ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هن تاريخي شهر سان سڏونت- سارنگا جو مشهور عشقيہ منسوب آهي، جنهن کي هتان جي مقامي شاعرن خوب ڳايو آهي. روايت آهي تہ پاري نگر جي واپارين پئسي جي زور تي هڪ تلاءُ ٺهرايو هو. جنهن جو نالو 'ڪجلاسر' هو. پاري نگر جون پدمڻيون صبح جو ننڊ مان اُٿي ان تلاءَ ۾ منهن ڌوئنديون هيون. تلاءَ جي پاڻيءَ ۾ انهن مرگهہ نيڻن جي ڪجل جا ڪارا ڪارا ليڪا ٺهي ويندا هئا ۽ سڄو پاڻي ڪجل جي سهڻي رنگ سان رڱجي ويندو هو. اهو تلاءُ اڄ بہ ويراواهہ جي اوڀر طرف موجود آهي. ٻيءَ روايت آهي تہ پاري نگر ۾ هڪ ارب پتي اوسواڙ ڪاجل شاهہ نالي رهندو هو. تنهن تان اهو **'ڪجلاسر'** نالو پيو هو.

(وڌيڪ ڏسو: پاري نگر، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٽيون)

**پتڻ منارو بندر:** هي بندر ڪنڊر جي صورت ۾ رحيم يار خان کان پنج ڪلوميٽر اوڀر طرف سنڌو درياهہ جي ڦٽل وهڪري تي واقع آهي. هن بندر کي 'پتڻ پور' بہ سڏيو ويندو هو. جڏهن تہ تاريخ جي حوالن مان ڄاڻ ملي ٿي تہ هي بندر پنهنجي دؤر ۾ اهم ۽ مصروف ترين بندر هو. جتي ڪيترائي ٻيڙا ۽ جهاز واپار جي سلسلي ۾ سنڌو درياهہ رستي سنڌ جي مختلف بندرگاهن ڏانهن ويندا هئا. هي بندر هن وقت ڊڙن جي صورت ۾ ڪيترن ئي ميلن ۾ پکڙيل آهي. ڪرنل منچن 1870ع ڌاري هن بندر جي کوٽائي ڪرائي، پر ڪامياب نہ ٿي سگهيو. جيمس ٽاڊ، جيسلمير جي تاريخي واقعن جو ذڪر ڪندي هن بندر جو ذڪر ڪيو آهي. هي بندر ڪنهن زماني ۾ هڪ حڪمران جي گاديءَ جو هنڌ پڻ رهي چڪو هو. جيڪو پوءِ برباد ٿي ويو. اڄ بہ هن بندر جي اتر ۾ پراڻي وهڪري جا نشان موجود آهن، جن کي مقامي طور 'گهگهر درياهہ' جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. ڏهين صدي عيسويءَ ۾ سومرن هن کي ٻيهر آباد ڪيو. هن بندرگاهہ جي مٿاڇري تي ٺڪرائو ۽ سرن جا اڏڙ گهڻي تعداد ۾ ملن ٿا، جڏهن تہ هن بندر جي باقاعدي کوٽائي نہ ٿي آهي، پر ان جي باوجود مينهن جي مند ۾ ٽامي جا سڪا ۽ ٽامي جا ٿانو بہ ملن ٿا. روايتون آهن تہ هي مشهور بندرگاهہ ڪيترن ئي ميلن تي پکڙيل هو ۽ پرپاسي وارا ڊڙا بہ هن جو حصو آهن، جن ۾ پِندار ۽ ڪوڪڙ جا ڊڙا شامل آهن.

هن بندرگاهہ جي اوج ختم ٿيڻ بابت تاريخي حوالن مان اها ڄاڻ ملي ٿي تہ سنڌو درياهہ پنهنجو رخ مٽائي ٻئي گس تان وهڻ لڳو تہ هي بندر زوال پذير ٿي ويو.

**پٽالا بندر:** هي سنڌ جو هڪ قديم بندرگاهه آهي. هن جي نالي بابت ماهرن جو چوڻ آهي تہ 'پٽالا' دراوڙي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ 'پاتال' آهي. جڏهن تہ ڪن محققن موجب پاتال يا پٽالا لفظ جي معنيٰ ست ماڙ عمارت بہ آهي ۽ يوناني ٻوليءَ ۾ پٽالا جي معنيٰ مندر آهي. عام طرح پٽالا جو وجود ڪن سکر، ڪن حيدرآباد ڄاڻايو آهي. علامہ شمس الدين محمد بن محمود شهروزيءَ ڪتاب 'نزهة الارواح و روضة الافراح في تواريخ الحکماءِ المتقدمين والمتاخرين' ۾ نيرون ڪوٽ کي پٽالا بندر ڄاڻايو آهي (جنهن کي ڪن تاريخدانن حيدرآباد سڏيو آهي). جڏهن تہ مؤرخ ۽ جاگرافي نويس ابوالهند، سنڌ جي هن بندرگاهہ کي نيرون جي نالي سان سڏيو آهي ۽ علامہ بلاذريءَ پنهنجي مشهور ڪتاب 'فتوح البلدان' ۾ نيرون ڪوٽ کي 'بالنون' سڏيو آهي. جيڪو ديبل ۽ منصوره بندر جي وچ ۾ سنڌو درياهہ جي ڪپ تي آباد هو. تنهن دور ۾ منصوره وٽان سنڌو درياهہ جون ٻہ شاخون ڦٽي نڪرنديون هيون ۽ اهي عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪنديون هيون. ٻهرين شاخ تي جيڪا الهندي پاسي کان وهندي هئي، منج آبري، نيرون ۽ ديبل بندر هئا. جڏهن تہ ٻي شاخ تي جيڪا اڀرندي پاسي کان وهندي هئي، بانيا، ڪامهل ۽ ڪنياٽ بندر هئا. عراق جي قديم شهرن ڪِش ۽ اُر مان موهن جي دڙي جا سڪا دستياب ٿيا آهن ۽ اوزارن ناهڻ لاءِ ٽين ۽ شيهو سنڌ ۾ فنيقيا جا واپاري مهيا ڪندا هئا، جنهن مان بہ سنڌ سان ٻاهرين دنيا جي واپاري تعلقات جو ثبوت ملي ٿو. سنڌ سان ساموندي ۽ خشڪي رستي ٻاهرين ملڪن جو واپار هلندو هو ۽ خشڪيءَ جي رستي قافلا عراق جي بازارن جو مال کڻي سنڌ ۾ پهچائيندا هئا. عربي سمنڊ رستي، سنڌ جا جهاز بابل تائين ويندا هئا. ڪلداني، مصري، فنيقي ۽ عرب واپارين جا جهاز ايراني نار ۽ مڪران جو ڪنارو ڏئي سنڌ جي بندرگاهن: پٽالا، مينانگر ۽ ٻنيبور تي لنگرانداز ٿيندا هئا.

پٽالا بندر جو يوناني جاگرافيدانن هن طرح ذڪر ڪيو آهي تہ: "سڪندراعظم جي ڪاهہ وقت سنڌ تي 'راجا سامبس' راڄ ڪندو هو. پٽالا، سيوستان ۽ ديبل تي ننڍن راجائن جي حڪومت هوندي هئي، جيڪي راجا سامبس جا ماتحت هئا. راجا سامبس، سڪندراعظم سان مقابلو ڪيو هو. پر پٽالا جي راجا موڪريس بنا مقابلي جي آڻ مڃي هئي. ان کان پوءِ سڪندراعظم هليو ويو هن پٽالا ۾ هڪ نئون قلعو ٺهيل ڏٺو هو. سڪندراعظم پنهنجي دور ۾ يوناني تهذيب، زبان ۽ هنر جو اثر مشرق ۾ قائم رکڻ لاءِ اُچ (اسڪلنده)، پٽالا، ٻنيبور ۽ سون مياڻيءَ جي بندرگاهن تي گوديون تعمير ڪرايون هيون. ڪنهن زماني ۾ پنهنجو اوج رکندڙ هي بندر هاڻي مڪمل طرح ميسارجي ويو آهي.

**پسني بندر:** هي قديم بندر ڪراچيءَ کان 194 ميلن جي مفاصلي تي پسني نار تي واقع هو. نار جي اڀرندي پاسي ۾ شهر جي ويجهو راس الجدي آهي، جيڪا سمنڊ جي مٿاڇري کان 150 فوٽ بلنديءَ تي آهي. هن بندر تي ڪيترائي جهاز ۽ ٻيڙا لنگرانداز ٿيندا هئا. 1802ع تائين ڪيترائي ٻيڙا هن بندر کي پورچوگيزن ۽ عربي سمنڊ جي ٻين قزاقن نقصان پهچايو سن 1881ع ۾ لوئيس ڊي آلميدا هن بندر کي ساڙائي ڇڏيو ۽ اڄ بہ ان جا آثار اتر اولهہ ۾ موجود آهن. تنهن کانپوءِ 1905ع ۾ انگريزن هن بندر کي ٻيهر آباد ڪيو پر 28 نومبر 1945ع تي زلزلي سبب هي بندر مڪمل طور تي تباهہ ٿي ويو.

**جاڪي بندر:** جاڪي بندر جا آثار ضلعي ٺٽي جي تعلقي ميرپور ساڪري ۾ سنڌو درياهہ جي هڪ قديم شاخ پٽياڻيءَ جي اڀرندي ڪناري تي، ٻهارن جي شهر کان اٽڪل 5/ 6 ميل ڪن اولهہ طرف ۽ ٻگهياڙ ڦاٽ جي قديم پيٽ جي اولهہ طرف موجود آهن. ڏاراجا ۽ راڻيءَ جي ڪوٽ جا آثار پڻ جاڪي بندر جي پرپاسي ۾ آهن. جاڪي بندر ۽ ڏاراجا ٻئي مقامي نالا آهن، جن جو آڳاٽي تاريخ ۾ ڪو بہ ذڪر ڪونهي. جاڪي بندر ڏکڻ طرف ۽ ڏاراجا اُتر طرف آهي، پر گهڻو ڪري هڪ ساڳيءَ قديم وستيءَ جا ڦٽل نشان هتي موجود آهن ۽ يقيناً اهي آثار مشهور تاريخي بندر 'لاهري' جا آهن. ڪئپٽن پوسٽنس 1843ع کان 1845ع واري عرصي دوران لکيو آهي تہ: "ڏاراجا اڳي ٺٽي جي واپار جو مکيہ بندر ۽ هڪ مشهور شهر هو مگر درياهہ جي ڦيرگهير سبب هن بندر جي اهميت گهٽجي وئي. هن وقت ڏاراجا يا لاهري بندر جي بدران ڪراچيءَ کي ئي بندر طور استعمال ڪيو وڃي ٿو.

جاڪي بندر واري ايراضيءَ ۾ هڪ ڊٺل ڪوٽ جا نشان ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جيڪو اٽڪل 2500 چورس والن تي پکڙيل آهي. کوٽائي ڪرڻ سان هتان ڪاشيءَ جون سرون ۽ ٽامي جا سڪا مليا آهن، جن تي 'محمد شاهہ' جو نالو اُڪريل آهي. جاڪي بندر تي پکڙيل ٺڪرائو هڪ شاهوڪار شهر جو ئي معلوم ٿئي ٿو. هن شهر جي ٺڪرائي ۾ چينيءَ جي ٿانون جي ٺڪرن تي چيني ٻوليءَ جا اکر لکيل آهن. اهي ٿانوَ اڇي فرش تي گلن ۽ چٽن وارا آهن. باقي ٺڪرائي ۾ ڪاشي جام ملي آهي. هتي شيشو جنڊيءَ جا ٽڪر، چوڙيون، سونا زيور ۽ ننڍڙا سڪا بہ ملن ٿا. هتان ٺڪر جي مورتي بہ لڌي وئي آهي. ٻاهران ڪوٽ آيل آهي، جيڪو سالم حالت ۾ آهي. ڪوٽ جي اندر ۽ ٻاهر گهرن جي اڏاوت موجود آهي. قبرستان ۽ کوهہ بہ ملن ٿا. اڏاوتون پڪين سرن جون آهن. البت انهن جا بنياد ريتيءَ ۽ چن واري پٿر تي رکيل آهن.

جاڪي بندر جي اتر ۾ ڪُڏي ڪاري آهي. ڏکڻ ۾ پٽياڻي ڪاري، ڪُڏي ڪاريءَ جي هاڻوڪي اونهائي 60 کان سوءِ فوٽ آهي. جڏهن تہ پٽياڻي ان کان بہ اونهي آهي. ان ماڳ کي 'قبي' بہ چون ٿا. اهو ان ڪري تہ جاڪي بندر آڏو ڪڏي ڪريڪ ۾ هڪ قديم مسجد يا قبي جا نشان آهن. قلعي جو دروازو 15 فوٽ ويڪرو آهي. قلعي کي ٻارنهن برج آهن. ٻاهرئين پاسي کان ديوار جي هاڻوڪي اوچائي 12/10 فوٽ آهي. برجن جي بيهڪ ڪنڊائتي بيضوي نموني جي آهي. سڀني برجن جي ماپ ۾ فرق آهي، پر سراسري طور انهن جي ماپ 20X15 فوٽ چئي سگهجي ٿي. ديوارن جي ڪل ڊيگهہ ويڪر هر چورس 105 وال آهي. جڏهن تہ ديوار جي ٿولهہ پنج فوٽ آهي. جاڪي بندر کي 'جانڪي بندر' بہ سڏيو ويندو آهي.

**جسڪ بندر:** هي قديم بندر سنڌ جي سامونڊي ڪناري لڳ مڪران، بلوچستان جي حدن ۾ شامل ٿئي ٿو. جڏهن ته آڳاٽي زماني ۾ هي بندر سنڌ جي تهذيب جو حصو هو. پندرهين عيسوي صديءَ ۾ پورچوگيزن ۽ بلوچن وچ ۾ هن بندرگاهه لاءِ بحري جنگيون پڻ لڳيون. جڏهن ته 1618ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني هن جي تجارتي اهميت کي سمجهندي هتي واپار جي ڪوٺي پڻ قائم ڪئي هئي. تنهن دور ۾ هن بندر تان شيراز ۽ اصفهان جو ريشم ۽ ڪرمان جو پشم ڪمپني خريد ڪندي هئي، جڏهن ته مغلستان جي بندر هرمز تي 1623ع ۾ انگريزن قبضو ڪيو. جنهن ڪري جسڪ بندر جي اهميت گهٽجڻ لڳي ۽ زوال پذير ٿي ويو.

**جيوڻي بندر:** هيءُ بندرگاهه ڪراچيءَ کان 290 ميلن جي مفاصلي تي مڪران، بلوچستان ۾ سمنڊ جي چوڙ تي واقع هو. پر ڪنهن دؤر ۾ هن جو شمار سنڌ جي حدن ۾ ٿيندو هو. هن تي جيوڻي نالو سردار جيوڻ خان جدگاليءَ جي پويان رکيو ويو. چاڪاڻ ته چوڏهين صدي عيسويءَ تائين هن بندر تي جدگالن جو قبضو هو. ڪي ماڻهو هن کي 'جيونڙي' پڻ چوندا آهن.

1938ع تائين جيوڻي، ميربحرن جي هڪ اڻچاتل وسندي هئي، انهيءَ سال مسقط جي سلطان ۽ انگريزن جي وچ ۾ ڪنهن ڳالهه تان نااتفاقي ٿي پئي، جنهنڪري سلطان، انگريزن جي هوائي ڪمپني BOAC جي مسقط ۾ قائم آفيس بند ڪرائي ڇڏي، تنهنڪري برطانيه جي حڪومت، خان آف قلات سان معاهدو ڪري جيوڻيءَ ۾ هوائي اڏو قائم ڪيو ۽ جيوڻي بندر تي جهازن جو هڪ خاص لنگرگاهه بنايو ويو. ٻيءَ مهاڀاري لڙائيءَ ۾ برطانيا جي فوج هتي ئي رهائش اختيار ڪئي، جنهنڪري هي بندرگاهه ترقي پذير ٿيو جتي ڪيترائي جهاز لنگرانداز ٿيندا هئا، پر ان وقت ٻين ملڪن سان هن بندر جي تجارت نه ٿي سگهندي هئي، جڏهن ته ان کان پهرين بندر عباس ۽ ٻين بندرگاهن جا ڪيترائي سامونڊي قافلا هتي جهازن ۽ غورابن وسيلي واپار ڪرڻ ايندا هئا. هي بندر هن وقت ايران جي حڪومت جي قبضي هيٺ آهي.

**ديبل بندر:** ديبل، اسلامي دور کان اڳ راءِ گهراڻي ۽ برهمڻ حڪومتي دور ۾ سنڌ جو قديم مشهور واپاري بندرگاهه هو. ديبل کي چوڳرد قلعو هو. فتحنامي مان هن شهر جي قدامت جو ڪافي احوال ملي ٿو. ڇهين صدي عيسويءَ کان وٺي تقريباً تيرهين عيسوي صديءَ جي اڌ تائين ديبل بندر بهتر يا زبون حالت ۾ سنڌ جي نقشي تي قائم هو. ڏهين صديءَ ۾ جڏهن سنڌ تي عربن جو قبضو ٿيو ته ان وقت بندر اوج تي هو عربن جي دؤر ۾ هن جو اوج برقرار رهيو پر جيئن جيئن عربن جي اقتدار جو سج لهندو ويو، تيئن سنڌن طاقت ۽ واپار جي مرڪز ديبل جي اهميت پڻ گهٽجي وئي. سنڌو درياهه جي موج ۽ مستين جي ڪري هڪ ٻئي نئين بندرگاهه جنم ورتو جيڪو لوهاراني/ لاهوري/ لاهري جي نالي سان مشهور ٿيو. هن نئين بندرگاهه جي اسرڻ ڪري پڻ قديم بندر ديبل جو اوج گهٽ ٿي ويو. 1334ع ۾ جڏهن ابن بطوطه سنڌ ۾ آيو ته هن 'لاهري' بندر کي وڏي اوج تي ڏٺو ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته ديبل بندر اٽڪل ڇهه سؤ ورهيه سنڌ جو مکيه بندر ٿي رهيو. جنهن سان سنڌ جي سياسي ۽ اقتصادي تاريخ جو لاڳاپو هو. جيتوڻيڪ ديبل تباهه ۽ برباد ٿي ويو. مگر سنڌ وارن نئين بندرگاهه کي به ديبل ئي سڏيو، چاڪاڻ ته گذريل ڇهه سؤ ورهين جي عرصي ۾ 'بندر' ۽ 'ديبل' جا لفظ لازم ۽ ملزوم بنجي ويا هئا. پوئين زماني جي تاريخ هن عام رواج جي تصديق ڪري ٿي ته سورهين صدي عيسويءَ ۾ پورچوگيزن هن ساڳئي لاهوري بندر کي 'لاهري بندر'، 'دربل'، 'ديوئل' ۽ 'ديوئلسز' ڪري لکيو آهي. ابوالفضل 'آئين اڪبريءَ' ۾ ٺٽي کي ديبل سڏيو آهي. مير معصوم، لاهري بندر توڙي ٺٽي کي 'ديبل بندر' ڪري لکيو آهي. انهن حوالن مان ظاهر ٿئي ٿو ته اصل ۾ ديبل، جنهن تي محمد بن قاسم قبضو ڪيو هو، اهو زماني جي انقلابن سبب تباهه ۽ برباد ٿي ويو، تڏهن به ان جو اهو نالو هلندو رهيو ۽ بعد ۾ لوهاراڻي يا لاهري بندر خواهه ٺٽي کي ديبل بندر سڏڻ لڳا.

سنڌ جي مشهور تذڪره نگار مير علي شير قانع پنهنجي ڪتاب 'تحفة الڪرام' ۾ لاهري بندر کي پراڻو ديبل سڏيو آهي. ساڳيءَ طرح بگهاڙ شاخ تي هڪ بندر گاهه کي به ديبل ڪري سڏيو ويو آهي. اتي دفن ٿيل شيخ حسين عرف پير پٺي کي 'ديبلي' ڪري سڏيو ويو آهي. ناليواري سياح البيرونيءَ جو چوڻ آهي ته ديبل هڪ ساحلي بندر هو ۽ لوهاراڻي کان اپرندي ڏانهن سنڌونديءَ جي شاخ تي اڏيل هو. ان ڪري پاٽنجر ۽ ڪننگهام 'لاهري بندر' کي اصلي ديبل سمجهن ٿا. رچرڊ برٽن، ڪئپٽن مئڪ مرڊو، ڊيلهوسٽ، هئملٽن ۽ هينري ڪزنس وري ٺٽي کي قديم 'ديبل' ڪري لکن ٿا. ايليٽ صاحب ڪراچيءَ کي 'ديبل' ڪوٺيو آهي، حالانڪ ڪراچيءَ جو ان وقت اجا وجود ئي ڪونه هو. ڪراچي، بندر طور 1729ع ڌاري استعمال ٿيڻ ۾ آيو. موجوده ڌابيجي اسٽيشن کان اٽڪل 5 ميلن جي مفاصلي تي، ڏکڻ اوير طرف ٺٽي کان ڪراچي ويندڙ رستي کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي 'گهارو' نالي هڪ سامونڊي ڪاري جي ڪپ تي قديم شهر ڀنڀور جي کوٽائي مان قديم آثار وارن ماهرن کي ڪي شيون ۽ نشانيون لڌيون، جن جي بنياد تي هن شهر کي سنڌ جو قديم 'ديبل بندر' سڏيو ويو.

سنڌ جي هن قديم بستيءَ متعلق مؤرخن ۾ ڪافي اختلاف آهن ۽ مختلف دورن ۾ هن بستيءَ کي جدا جدا هنڌن تي ڄاڻايو ويو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڀنڀور کي ديبل سڏيو آهي. ان جي برعکس پير حسام الدين راشدي، ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ ۽ ايم. ايچ. پنهور ان ڳالهه کي نه ٿا مڃين. پير حسام الدين راشدي 'مڪلي نامه' جي حاشين ۾ ٺٽي شهر جي قدامت تي بحث ڪندي، ديبل جي ماڳ ۽ زوال تي پڻ ڳچ قديم ڪتابن جي مدد سان روشني وڌي آهي. پير صاحب جي راءِ آهي ته ديبل بندر 658هه/ 1272ع کان پوءِ زوال پذير ٿيو. اهو ئي دور آهي جڏهن ٺٽي ننگر جي اوسر شروع ٿي. مڪلي ٽڪر جي بلڪل ڏاکڻيءَ ڪنڌ تي پير پٺي جي مزار آهي. ڪتابن ۾ هن بزرگ کي ديبلي سڏيو ويو آهي. ڏکڻ ۾ جتي مڪلي ٽڪر ختم ٿئي ٿو، ان جي ڀرپاسي ۾ ميداني علائقي ۾ قديم ديبل بندر جي هجڻ جون شاهديون موجود آهن.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ عرب تاريخ نويسن جي احوال جي آڌار تي لکي ٿو ته سن 637ع- 636ع ۾ حضرت عمر رضه جي خلافت جي زماني (5 هه) ۾ عمان جي گورنر عثمان بن ابي العاص الثقفي، مغيره ۽ حڪم جي هٿ هيٺ سمنڊ ذريعي هڪ مهم موڪلي هئي، جنهن هندستان جي ٽن بندرگاهن ديبل، ڀڙوچ ۽ ٿاڻ تي حملا ڪيا هئا. ان کانپوءِ عبيدالله بن نبهان ۽ بديل بن طهفة البجلي 711هه ۾ ديبل تي حملو ڪيو. بعد ۾ محمد بن قاسم 713ع ۾ ديبل تي ڪاهه ڪئي ۽ فتح ڪيو. ان دور ۾ سنڌ ۾ ديبل وڏو بندر ۽ وڏو شهر هو. جيڪو عربن جي اچڻ ڪانپوءِ علمي شهر بڻجي ويو. هن شهر ۾ پهريون پيرو اسلامي مدرسن جو بنياد پيو. عراق ۽ عرب کان ڪيئي عالم هن شهر ۾ اچڻ لڳا ۽ خود هن شهر ۾ وڏا جيد عالم، محدث، مفسر ۽ فقيه پيدا ٿيا. عرب تاريخ نويسن ڪيترن اهڙن عالمن کي ان شهر جي نسبت سان 'ديبلي' ڪري لکيو آهي. علامہ سمعاني پنهنجي ڪتاب 'ڪتاب الانساب' ۾ اهڙن ڪيترن ئي عالمن جو ذڪر ڪيو آهي.

**ڏاراجا بندر:** هيءُ بندرگاهه لاڙي بندر کان ٻہ ميل اوڀر، تعلقي ساڪري، ضلعي ٺٽي ۾ کنڊرات جي صورت ۾ موجود آهي. هن بندرگاهه تي راڻو ارجن راڄ ڪندو هو. جنهن جو ڪوٽ 'راڻي جي ڪوٽ' جي نالي سان اڄ بہ ڊڙن جي شڪل ۾ موجود آهي. سامونڊي ڪناري تي آباد هجڻ جي ڪري هتي ڪيترائي جهاز ۽ ٻيڙا لنگر انداز ٿيندا هئا. جنهن سبب هتان ڪپڙي، لونگين، غاليچن ۽ پاڪڙن جو واپار سنڌ جي بندرن جهرڪ: شاهہ بندر ۽ وڪر بندر سميت هندستان، خراسان ۽ يورپي ملڪن سان ٿيندو هو.

هن بندرگاهه جي اوج ختم ٿيڻ بابت تاريخي حوالن مان ڄاڻ ملي ٿي تہ هن بندرگاهه جي حاڪم راڻي ارجن (جنهن کي مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب 'قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو' ۾ راڻي ارجن بدران اجمل لکيو آهي) ۽ ڪڪرالي جي ڄام (1151هه/1738ع) ميان نور محمد ڪلهوڙي جي پٽ محمد مراداياب جو رستو روڪيو هو، جنهن جي نتيجي ۾ ٻنهي ڌرين ۾ ويڙهه ٿي هئي. راڻو ارجن ۽ ڪڪرالي جو ڄام هن بندرگاهه تان جهاز وٺي سمنڊ رستي درياهہ ۾ آيا، پوءِ پاٽيءَ توڙي ميدان تي ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ سخت ويڙهه ٿي، جنهن سبب ڏاراجا بندر جو راڄا راڻو ارجن ساٿين سميت ڀڄي نڪتو ۽ 1747ع ۾ هن ٺٽي تي ڪاهه ڪئي، جنهن جي ڪري وري هن ۽ ڪلهوڙن ۾ ويڙهه ٿي. ٺٽي ۾ ڪلهوڙن طرفان شيخ شڪر الله، مسو فقير سامٽيو ۽ بولا خان نومڙيو پنهنجا لشڪر وٺي وڙهيا ۽ شيخ شڪر الله جي اشاري تي ميان نور محمد ڪلهوڙي جي ويجهي ساٿي بجار خان جوکئي رات جو حملو ڪيو، جنهن ۾ راڻو ارجن مارجي ويو. ان ويڙهه جي نتيجي ۾ هن بندرگاهه تان ٿيندڙ سموري آمدورفت متاثر ٿي ۽ راڻي ارجن جي مرڻ ڪانپوءِ هي بندر مڪمل طور ويران ٿي ويو.

**روهڙي بندر:** هيءُ بندر سنڌو درياهہ جي ٻئي ڪناري ڏکڻ طرف هاڻوڪي سکر شهر جي سامهون آباد هو. هن جي نالي متعلق 'سنڌوءَ جو سفر' ۾ بدر ابڙو لکي ٿو تہ: "روهہ معنيٰ ٽڪري ۽ روهڙي معنيٰ ننڍي ٽڪري". هي هڪ جاگرافيائي نالو آهي، جڏهن تہ اتان جا مقامي ماڻهو هن کي 'لوهري' بہ سڏيندا هئا. جيڪو هڪ مهاڻي جو نالو هو. تاريخ موجب هن کي 'لوهر ڪوٽ' بہ چيو ويندو هو جيڪو سنسڪرت ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ 'ڪهاڻ'، 'سخت' يا 'نهري' آهي.

روهڙيءَ کي تقدس مان روهڙي شريف پڻ سڏيو وڃي ٿو ڇاڪاڻ تہ هتي نبي سڳوري صلي الله عليہ وسلم سان منسوب 'وار مبارڪ' آهي، جيڪو سنڌو درياهہ تي هڪ عمارت ۾ محفوظ آهي، جيڪا 1545ع ۾ ميرمحمد ڪلهوڙي ٺهرائي هئي.

هن بندرگاهه کان اتر ۾ ڪجهه ميلن جي مفاصلي تي اروڙ جو بندر آباد هو. 335هه/ 47-946ع ۾ سنڌو درياهہ پنهنجو رستو بدلايو، جنهن جي ڪري اروڙ بندر تباهہ ٿي ويو ۽ اتان جا رهواسي لڏي اچي روهڙيءَ ۾ آباد ٿيا. هن بندر کي ٺٽي ۽ سيوهڻ جو همعصر چيو وڃي ٿو، جڏهن تہ هن بندرگاهه جي اڏاوت بابت متضاد رايا آهن: اي. ڊبليو. هيوز سنڌ گزيٽيئر ۾ ڄاڻايو آهي تہ: "روهڙي بندر سيد رڪن الدين 996هه بمطابق 1297ع ۾ تعمير ڪرايو."

راورٽيءَ ڪتاب 'مهراڻ' ۾ لکيو آهي تہ: "روهڙي بندر قديم آهي، جنهن جو هندي نالو 'رورا پورا يا رورا نگر هو. انهن ٻنهي نالن جي هڪڙي معنيٰ 'جبلن تي ٺهيل شهر' نڪري ٿي." هو اڳتي لکي ٿو تہ: "اڳي آڪلاٽيءَ جي مندر وٽ سنڌو درياهہ پنجاهہ فوٽ جي بلنديءَ تي بندر جي هينيان وهندو هو. جنهن جي پاٽيءَ جا نشان اڄ بہ اتي موجود ٽڪرين تي نظر اچن ٿا." ڪئپٽن ويسٽ هئڪاٽ لکي ٿو تہ: "بکر بندر جو سلطان محمود 980هه ۾ وفات ڪري ويو تہ ان وقت ٺٽي بندر جو حڪمران مرزا عيسيٰ خان ترخان هو ۽ ساڳي سال سيد سرود الدين بکر بندر تي آباد هو. جيڪو بکر بندر تان لڏي اچي روهڙي بندر تي ويٺو."

اسلامي دور ۾ روهڙي بندر سنڌ جي واپاري مرڪزن مان هڪ هو. ان وقت روهڙيءَ جو ڪپڙو 'دريائي' ڏيهہ توڙي پرڏيهہ ۾ مشهور هوندو هو ۽ هندستاني ۽ پرڏيهي واپاري هتي تجارت لاءِ ٻيڙن ذريعي ايندا هئا ۽ ان کان سوا نير جو واپار بہ ٿيندو هو. جڏهن تہ ٻاهرين شهرن ۽ ملڪن جو سامان هن بندرگاهه تي سنڌو درياهہ وسيلي اچي لهندو هو. جوزف سٽلبئنڪ 1609ع ۾ روهڙي بندر جي تعريف ڪندي لکي ٿو تہ: "هتي جا شهري محنتي، ڪڙمي ۽ هوشيار ڪاريگر آهن. جيڪي سوٽي ڪپڙي، نير ۽ ٻين شين جو واپار ڪن ٿا." 999هه بمطابق 91-1590ع ۾ اڪبر بادشاهہ مير معصوم کي بکر بندر جاگير طور ڏنو. جنهن سکر ۽ روهڙي بندر کي سينگارڻ ۾ ڪا بہ گهٽتائي نہ ڪئي، پر هن بندرگاهه جي تباهہ ٿيڻ بابت ڪو بہ تاريخي حوالو نہ ٿو ملي ۽ هاڻوڪي وقت هي بندرگاهہ مڪمل طور تي شهر جي صورت اختيار ڪري چڪو آهي، جتي ملڪ جي وڏي ريلوي جنڪشن اسٽيشن، مسجدون، اسڪول، ڪاليج، بازار ۽ اسپتالون ٺهي چڪيون آهن.

**رهمڪي بندر:** هن بندرگاهه کي گذريل اٺين کان ڏهين صديءَ ۾ تمام گهڻي اهميت حاصل رهي آهي. هن بندر جا آثار موجوده رهمڪي بازار پرسان ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڏيپلي ۾ ڪڇ جي رڻ جي ڪنڌيءَ تي پراڻ درياهه جي وهڪري تي موجود آهن. ان وقت ۾ ڪوري نار کان وٺي ونگي پتڻ تائين پراڻ جي ڪنڌيءَ تي علي بندر، سنڌڙي بندر ۽ رهمڪي بندر مشهور هئا. سومرن جي دؤر ۾ هن بندر تي درياهي رستن کان ٻاهران ايندڙ مال تي واپارين کان محصول جي وصوليءَ لاءِ چونڪي پڻ قائم هوندي هئي، پر اصل ۾ ڪڇ جي رڻ واريون بندري بستيون جڻ تہ سرحدي چونڪيون هيون، اتي ڪوٽ پڻ اڏيل هوندا هئا، جن ۾ سنڌ يا ڪڇ جا سرحدي محافظ موجود هوندا هئا. انهيءَ سرحدي چونڪيءَ جي ويجهو يا ان سان گڏ هڪ نئين بستي وجود ۾ آئي، جنهن جو مقصد صرف تجارت ڪرڻ هو. جنهن ۾ ٻاهران آيل سوداگر ۽ واپاري ڏيهي تاجرن سان مال جي خريد و فروخت ڪندا هئا. انهيءَ لحاظ سان هن نئين بستيءَ جو نالو ئي بازار پئجي ويو ۽ اڳتي هلي 'رهمڪي بازار' مشهور ٿيو.

رهمڪي بندر پنهنجي دؤر ۾ هڪ وڏو تجارتي مرڪز رهي چڪو آهي، جتي ساموندي ۽ درياهي رستي ڪيترائي ٻيڙا ۽ جهاز لنگرانداز ٿيندا هئا. سنڌ ۽ ڪڇ جو ڳانڍاپو بہ هن ئي بندرگاهه وسيلي قائم هو ۽ اڄ بہ سنڌ ۽ ڪڇ جي وچ ۾ خشڪيءَ وارو سفر رهمڪي بازار وٽان آسانيءَ سان ڪري سگهجي ٿو.

هن بندر جو اوج سنڌو درياهه جي رخ نہ بدلائڻ تائين قائم رهيو، پر ميان غلام شاهه جي زماني ۾ درياهه پنهنجو رخ مٽائي ٻئي گس سان وهڻ لڳو، جنهن جي نتيجي ۾ پراڻ جو وهڪرو بند ٿي ويو ۽ هي بندر زوال پذير ٿي ويو.

**سکر بندر:** سنڌ جو هي مشهور بندرگاهه روهڙي شهر جي سامهون واقع هو. جنهن جي وچ ۾ سنڌو درياهه وهي ٿو. هن بندر متعلق گهڻا رايا پيش ڪيا ويا آهن. ڪن جو خيال آهي تہ بکر لفظ جي بگڙيل صورت سکر آهي. ڪن جو خيال آهي تہ اردو ٻوليءَ جي لفظ-شڪر مان سکر پيو. چاڪاڻ تہ ڪنهن زماني ۾ هتي ڪمند جو فصل تمام گهڻو ٿيندو هو جنهنڪري اهو نالو پيو. جڏهن تہ ڪن جي خيال موجب هي بندرگاهه سنڌو درياهه جي ڪناري تي آباد هو جنهنڪري هتي هر رهواسي سکيو هو. سکر جي معنيٰ سکيو آهي، ان ڪري هن شهر تي اهو نالو پيو.

هاڻوڪي سکر جو بنياد 1842ع ۾ پيو. جڏهن انگريزن سنڌ فتح ڪئي، ان کان پهرين خيرپور جي ميرن جي ماتحت هو. انگريزن جي قبضي ۾ نئين سکر سميت پراڻو سکر بہ آهي، جيڪو بندرگاهه هو ۽ وڏو واپاري مرڪز هو. سنڌ جي هنري مرڪزن تان چمڙي جو سامان، ڪاشيءَ جون سرون، ڪاشيءَ جي چٽساليءَ وارو سامان، پٽل جو سامان، پاڪڙا، هنا ۽ ٻيو سامان سنڌ جي ڪيترن بندرگاهن وسيلي سکر جي بندرگاهه تان ڪيترن ئي ملڪن ۾ موڪليو ويندو هو. جنهنڪري هن بندر تي ڏيهي توڙي پرڏيهي جهاز لنگر انداز ٿيندا هئا.

ميرن جي حڪومت ۾ واپار، قافلن ۽ ٻيڙين وسيلي ٿيندو هو. پنجاب، ڪشمير، چين، ترڪستان، وچ هندوستان ۽ مالوه جون شيون سنڌو درياهه رستي سنڌ ۾ پهچنديون هيون ۽ ٻاڙيسري ملڪن سان پڻ سٺا تعلقات هوندا هئا، جن ۾ ڪابل، قنڌار، ايران، مسقط ۽ قلات شامل هئا. خراسان جا قافلا سرديءَ جي موسم ۾ هن بندرگاهه تي پهچندا هئا ۽ افغان واپاري رات جو مسافري ڪندا هئا ۽ بلوچي قافلا ڏينهن جو سفر ڪندا هئا. افغاني واپاري ميوو، ڪشمير جون شالون، خراسان جو ريشم، ڪرمان جي قيمتي پشم، ترڪستان جا پشمينا، ايراني ۽ ڪابلي غاليچا، گهوڙا، هٿيار، دوائون ۽ جڙي ٻوٽيون هن بندر ذريعي سنڌ جي شهرن ۾ نيڪال ڪندا هئا. مشهد، يزد ۽ ڪرمان جي مشهور ريشمي صنعت کي سنڌ جي نير جي سخت ضرورت هوندي هئي. هڪڙي اٺ تي ستر مڻ نير جي، تبريزي وزن جي حساب سان ايران جي بندرگاهن ڏانهن موڪليو ويندو هو. جيئن تہ سنڌ صدين کان مشرق ۽ مغرب کي ملائيندڙ واپاري رستن جو لنگهه رهي آهي. مسلمان واپاري جيئن تہ يورپ نہ ويندا هئا ۽ روم جا واپاري مصر، شام، عراق، ايران ۽ ٻين مسلمان ملڪن ۾ نہ ويندا هئا، تنهن هوندي بہ مسلمانن ۽ رومين جي وچ ۾ يهودين جي قوم هئي، جيڪا وچ وارو رستو اختيار ڪري ٻنهي قومن سان واپاري ناتا برقرار رکيو پئي آئي، چاڪاڻ تہ اسلامي ملڪن ۾ يهودي اهل ڪتاب جي حيثيت رکندا هئا ۽ يورپ مان تہ اهي يونانين جي زماني کان ئي واقف هئا.

ابن خردارز بہ لکيو آهي تہ: "يهودي عربي، فارسي، لاطيني، انگريزي، اسپيني ۽ ملاوي ٻوليون ڳالهائن ٿا. اهي اوڀر کان اولهہ ۽ اولهہ کان اوڀر خشڪي ۽ ساموندي رستي وسيلي هلندا رهن ٿا. انهن جو واپار سنڌ، هندستان ۽ چين تائين هلي ٿو. اهي ريشم جي ڪپڙي، غلامن، ڪلن ۽ تلوارون وڪڻڻ جي تجارت ڪن ٿا. يورپ کان هلي، بحرِ روم مان لنگهي، شام ۽ پوءِ خشڪيءَ جي رستي هتان عراق ڏانهن وڃن ٿا ۽ فرات نديءَ وسيلي بغداد پهچن ٿا، پوءِ جهازن ۾ سوار ٿي دجلا رستي کان ابلہ بندرگاهه ۽ جنهن کانپوءِ عمان، سنڌ، هندستان ۽ چين ۾ واپار ڪن ٿا."

خشڪيءَ ۽ ساموندي ڦورن جي باوجود سنڌ جا هندستان کان ٻاهر اهم واپاري شهرن سان پڻ تجارتي تعلقات هئا.

هن وقت هي بندر ويران ٿي چڪو آهي، هن جاءِ تي سنڌ جو ٽيون نمبر وڏو شهر سکر آباد آهي. هن شهر جي حوالي سان لئنسڊائون پل بہ مشهور آهي، جيڪا 1888ع ۾ ٺهي ۽ 27 مارچ 1889ع ۾ اڄ وچ لاءِ کولي وئي، پل جو نالو تڏهوڪي انگريز وائسراءِ لارڊ لئنسڊائون جي پويان رکيو ويو ۽ ان جو افتتاح بمبئيءَ جي گورنر لارڊ ري ڪيو. پل جي اڏاوت ڏهن سالن جي عرصي ۾ مڪمل ڪئي وئي، جنهن ذريعي سنڌوءَ جا ٻئي ڪنارا ڳنڍجي ٿي ويا.

ان کان سواءِ هتي سکر بئراج پڻ موجود آهي، جيڪو ايشيا جو وڏي ۾ وڏو نهري نظام آهي.

**سنڌو بندر:** سنڌ جو هڪ قديم بندر، جاتي تعلقي کان ڏکڻ ۾ چار ميل پري سمنڊ مان نڪتل سيري ڪاريءَ جي ڪناري تي آباد هو. جنهن ڪري هن کي 'سير ڳنڊو' جي نالي سان پڻ سڏيو ويندو هو. ٽالپرن جي حڪومت ۾ جڏهن پيڇاري واهه تي بند ٻڌايو ويو ته سامونڊي رستي وسيلي هن بندر تي ڪيترائي جهاز، غوارب ۽ ٻيڙيون لنگر انداز ٿيڻ لڳا. جنهن سبب اناج، لونگ، ايلائچي/ ڦوٽي ۽ ڪپڙي جي واپار ۾ پڻ اضافو ٿيو. تنهن دؤر ۾ هن بندرگاهه تان لکپت، علي بندر، بمبئي، مسقط، سورت ۽ بحرين جي بندرگاهن سان واپار هلندو هو. جڏهن ته 1947ع ۾ ورهاڱي کانپوءِ هتان جا مقامي ماڻهو گهڻي تعداد ۾ لڏپلاڻ ڪري ويا، جنهنڪري هي بندر مڪمل طور تي ويران ٿي ويو.

**سوتڪا جيندو بندر:** سنڌو تهذيب جو هي چار هزار سال قديم بندر هاڻي بلوچستان جي سامونڊي ڪناري لڳ ايران جي سرحد جي ويجهو کنڊرات جي شڪل ۾ موجود آهي. هن کي سوختا جيندو جي نالي سان پڻ سڏيو وڃي ٿو. هن بندرگاهه بابت ڪجهه ٻين ڪتابن سان گڏ مختصر احوال اسٽوئرٽ پگٽ 'Prehistoric India' ۾ ۽ ماٽيمر ويلر 'The Indus Civilization' جي ٽئين ايڊيشن ۾ ڏنو آهي. پنهنجي اوج واري زماني ۾ هن بندر تان وڏن جهازن ۽ غورابن وسيلي ايران جي اهم بندرگاهن سان سمنڊ رستي واپار هلندو هو ۽ تنهن زماني ۾ هي تجارت جو اهم مرڪز پڻ هوندو هو. جڏهن ته هن جي زوال پذير ٿيڻ بابت آثارِ قديمه جي ماهرن موجب سمنڊ جو پوئتي هٽڻ آهي.

**سوختہ ڪوهه بندر:** هيءُ بندر پسني بندر جي اتر طرف کان 15 ميلن جي مفاصلي تي سوخته ڪوهه جبل جي هڪ ڇاڙهه تي شادي ڪور ماتريءَ جي سامونڊي ڪناري لڳ ٻن ميلن ۾ کنڊرات جي صورت ۾ واقع آهي.

سنڌو درياهه جي آخري ماڳ/ بندر طور دنيا ۾ سڃاتي ويندڙ هن بندرگاهه جي کوٽائي، آمريڪا جي آرڪيالاجسٽ جارج-ايف ڊيلس 1960ع ڌاري ڪئي، جنهن مان هن اندازو لڳايو ته هي هڙاپا دؤر ۾ سامونڊي بندر هو، جتي ڪيترائي غوراب لنگرانداز ٿيندا هئا. جڏهن ته هتان ٺڪرائو گهڻي تعداد ۾ هٿ آيو آهي، جنهن مان اهو اندازو پڻ لڳايو ويو ته قديم زماني ۾ هتي ٺڪر جي ٿانو ٺاهڻ جي ڪا وڏي صنعت هوندي هئي، ڇاڪاڻ ته ڪيترين ئي آوين سان گڏ هتان گنڊڙا، گنڊيون، ڪولا، پاٽيون، ڍڪڻا ۽ ٻيون ڪيتريون ئي شيون مليون آهن. قديم آثارن جي ماهرن موجب هيءُ بندرگاهه جاگرافيائي حالتن سبب تباهه ٿيو، جنهن ۾ بندر جي منهن وٽ مٽي جمع ٿيڻ يا سمنڊ جو پوئتي هٽڻ شامل آهن.

**سورت بندر:** هيءُ تاريخي ۽ قديم بندرگاهه هن وقت گجرات (هندستان) جي راڄڌاني ۾ اچي ٿو. جڏهن ته ڪنهن زماني ۾ هي سنڌ حڪومت جي ماتحت هو. ڪرشن ڀڳوان جي دؤر کان آباد هن بندر جو ذڪر مهاڀارت ۾ پڻ ملي ٿو. جڏهن ته هن کي قديم آثارن جي ماهرن پندرهين صديءَ ۾ ڳولي لڌو. ماهرن جي خيال موجب هن کي پورچوگيزن باهه ڏئي تباهه ڪيو. جڏهن ته ان کان اڳ مورا بندر تان ڪيترن ئي ڏيهي توڙي پرڏيهي جهازن ۽ ٻيڙن وسيلي درياهي ۽ سامونڊي رستي تجارت ٿيندي هئي. مغل بادشاهن جي حڪمرانيءَ جي دؤر ۾ ڪنيات بندر کي اهميت حاصل ٿي ۽ هي آڳاٽي زماني ۾ زوال پذير ٿيڻ ڪري شهر جي صورت اختيار ڪري چڪو هو. جڏهن ته هاڻوڪي وقت ۾ هي هندستان جي اهم شهرن ۾ شمار ٿئي ٿو.

**سوڪي بندر:** لاڙ جي سامونڊي پٽيءَ تي موجود هي تمام ننڍڙو بندرگاهه هو. جتان سنڌ جي ويجهن بندرن ڏانهن ننڍي پيماني تي ٻيڙين وسيلي واپار ٿيندو هو. جڏهن ته سمنڊ جي چاڙهه سبب هي بندر مڪمل طور ويران ٿي ويو ۽ هتان جا مقامي ماڻهو لڏپلاڻ ڪري ٻين علائقن ۾ آباد ٿيا.

**سون مياڻي بندر:** هي بندرگاهه ضلعي لسٻيلي (بلوچستان) جي پوراليءَ ندي جي ڏاکڻي ڪناري جي ڇوڙ تي واقع هو. قديم زماني ۾ هن بندر جو شمار سنڌ جي اهم بندرن ۾ ٿيندو هو. انگريزن جي اچڻ کان اڳ هي سنڌ جو اهم ۽ مشهور بندر هوندو هو. جيڪو ڪراچيءَ جي بندرگاهه کان خشڪيءَ رستي 45 ميلن جي مفاصلي تي هو ۽ سمنڊ کي ويجهو هئڻ ڪري هتي ڪيترائي جهاز ۽ ٻيڙا واپار لاءِ لنگرانداز ٿيندا هئا. تاريخي حوالن مان ڄاڻ ملي ٿي ته راجا ڏاهر جي خلاف عرب حملي آورن هن بندرگاهه تي سامونڊي رستي پنهنجا لشڪر لاٿا هئا. هن بندر کي 1808ع ۾ عربن باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو هو. جنهن کانپوءِ هي ٻيهر بندر جي صورت ۾ آباد ٿي نه سگهيو.

**سيوهڻ بندر:** قديم زماني کان آباد هي بندر لکي شاهه صدر کان سترهن ڪلوميٽر اتر طرف (موجوده ضلعي ڄامشوري) ۾ کنڊرات جي صورت ۾ واقع آهي. سڪندراعظم جڏهن سنڌ تي ڪاهه ڪئي هئي تڏهن هو موسيڪانس کي فتح ڪرڻ بعد هن بندر کي پڻ فتح ڪرڻ آيو هو. تنهن وقت ۾ اروڙ بندر سان هتان واپار ٻيڙن ۽ جهازن وسيلي درياهي رستي ٿيندو هو. 'سڪندر جون مهمون' ڪتاب جو مصنف هن بندرگاهه جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته: "سڪندر جي اڳين پيش قدمي سامبس ڏي هئي، جيڪو هندستاني جابلو قبيلن جو گورنر هو. سامبس ۽ موسيڪانوس (اروڙ بندر) جي پاڻ ۾ دشمني هئي، جڏهن سامبس ٻڌو ته سڪندراعظم، موسيڪانوس سان همدرديءَ سان پيش آيو آهي ۽ کيس حڪومت واپس ڏني آهي، تڏهن اها خبر ٻڌي هو ٽري ويو. سڪندر سنڊيمان (سيوهڻ بندر) پهتو ته ان جا دروازا کوليا ويا. جيڪو سامبس جي گادي جو هنڌ هو." جڏهن ته هن بندر جو ذڪر ڪندي ٽاڊ لکي ٿو ته: "سيوهڻ بندر، ٻڌ جي ويراڳي شهزادي راجا ڀهارا تاري جي گاديءَ جو هنڌ هو. جنهن کي سندس ڀاءُ وڪراها ديتوا چندرگپت (ٻين)، اجين مان نيڪالي ڏني هئي، جيڪو گپتا شهنشاهيت جو ٽيون حڪمران هو." راءِ گهراڻي جي دؤر ۾ به سيوهڻ بندر جو ذڪر مصروف ترين بندر طور ملي ٿو. تنهن وقت ۾ راءِ سهاسيءَ جي پٽ راءِ سهيرس جي حڪومت جون حدون اڀرندي کان ڪشمير تائين، اولهندي کان مڪران تائين، ڏکڻ کان سمنڊ ڪناري ديبل بندر تائين ۽ اتر ۾ ڪيڪانان تائين هيون ۽ هن بندرگاهه وسيلي ديبل بندر، اروڙ بندر، ملتان بندر کانسواءِ عربي سمنڊ ۽ پونوچ سمنڊ وسيلي سنڌ جو واپار ايراني ۽ عرب واپارين سان پڻ هلندو هو.

عربن جي جاهليت واري دؤر ۾ سنڌ مان قافلن رستي ريشمي ڪپڙا، گرم مصالحو، عاج، سون ۽ خوشبودار شيون مڪي شريف مان جهاز جي رستي بيت المقدس ۽ مصر ڏانهن وينديون هيون. جڏهن ته اهو سامان يمن، شام ۽ عراق تائين پڻ ويندو هو. ان وقت هن بندرگاهه تان سنڌوءَ رستي عربي سمنڊ، ڳاڙهي سمنڊ، يونوچ سمنڊ ۽ ايراني نار لڳ بندرگاهن سان پڻ سنا واپاري تعلق هئا. تنهن دؤر ۾ سنڌ جي واپارين جي تجارت چين سان پڻ هلندي هئي، خاص ڪري گينڊن جي سڱن جو واپار چين سان ٿيندو هو. چيني انهن تي تصويرون ڪڍندا هئا ۽ انهن مان صندوقون ٺاهيندا هئا. تڏهن سنڌ جي مشڪ کي به خاص اهميت حاصل هوندي هئي ۽ اها ٻاهر وڪامندي هئي، جڏهن ته شيراز ۽ اصفهان جي گلاب جو عطر ۽ بيدمشڪ جو عرق سنڌ ۾ وڪامندو هو. هتان جي نير ۽ ڪاري لوڻ کي پڻ اهميت حاصل رهي آهي، جنهن ذريعي هتان جي حڪمرانن کي گهڻي اُپت ٿيندي هئي.

عربن جي حملي وقت هن بندرگاهه تي راجا ڏاهر جي حڪمراني هئي، جنهن محمد بن قاسم سان مهاڏو اٽڪايو ۽ ست ڏينهن مسلسل وڙهندو رهيو. ان کانپوءِ هي بندر سومرن جي ماتحت هيٺ آيو. پر اختيار دهلي حڪومت جو هو. هن بندر تي خلجي گهراڻي جي علاؤالدين محمد شاهه جي دؤر ۾ حاڪم دهلي حڪومت کان مقرر ٿي ايندا هئا. ابن بطوطه 1333ع ۾ هن بندر تي سنڌو درياهه جي رستي آيو هو. هن بندر جي حوالي سان 'تاريخ معصومي' ۾ ڄاڻايل آهي ته: "1517ع ۾ امير ذوالنون جي وفات کان پوءِ سندس پٽ ميرزا شاهه بيگ سيوهڻ بندر ۾ گاديءَ تي اچي ويٺو ۽ هتان هن سنڌ تي ڪاهون ڪيون." جڏهن ته ترخانن جي دور ۾ هن بندر تي ڪافي حملا ٿيا. 1554ع ۾ هن بندر تي مرزا عيسىٰ جي حڪومت قائم ٿي، پر مغل دور ۾ همايون بادشاهه کان وٺي اورنگزيب تائين هن بندر تي مغلن جي بادشاهي رهي. 'شاهه جهان نامہ' مان ڄاڻ ملي ٿي ته ملتان بندر کان پوءِ ڪيس بکر ۽ سيوهڻ بندر جي حڪمراني ملي.

ڪلهوڙن جي دؤر ۾ هن بندرگاهه تي گهڻو ڌيان نه ڏنو ويو. ڇاڪاڻ ته خداآباد ۽ حيدرآباد جا شهر هنن پنهنجي حڪمرانيءَ ۾ آباد ڪرايا. جنهنڪري هن بندر جي واپاري اهميت ۾ گهٽتائي اچي وئي. تنهن ڪانپوءِ ميرن ۽ انگريزن جي دؤر ۾ هن بندر کي خاص اهميت حاصل نه ٿي سگهي، جنهنڪري هي مڪمل طرح زوال پذير ٿي ويو. جڏهن ته ڪجهه مؤرخن جي خيال موجب سنڌو درياهه جي رُخ مٽائڻ جي ڪري يا جنگين سبب هي بندر تباهه ٿيو.

مينهن جي مند ۾ هتان جي مقامي ماڻهن کي ٺڪرانا، پراڻين وٿن جا ٽوٽا ۽ ڪارائيل سڪا ملي وڃن ٿا، جنهن جو ذڪر رچرڊ برٽن پنهنجي ڪتاب 'Sindh Revisited' ۾ پڻ ڪيو آهي. هي بندرگاهه هن وقت ساڳي نالي سان شهر جي صورت اختيار ڪري چڪو آهي، جتي سرڪار طرفان مقامي ماڻهن کي هر جديد سهولت ميسر ڪئي وئي آهي.

**شاهه بندر:** شاهه بندر ضلعي ٺٽي جو مشهور بندرگاهه هو جنهن کي اتر ۾ اوڀر طرف تعلقو جاتي، اولهندي ۾ سنڌو درياهه ۽ گهوڙاٻاري تعلقو ۽ ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ آهي. هي بندرگاهه پنهنجي اوج واري دور ۾ ڪيترن ئي ملڪن سان تجارت جي لحاظ سان واڳيل هو. سئبسٽين مانرج (Sebastian Manrique) پادري، ٺٽي کان نصرپور، عمرڪوٽ، جيسلمير جو رستو وٺي آگره ڏانهن ويو. ٺٽي ۽ احمدآباد جي وچ ۾ هڪ خشڪي رستو پڻ هوندو هو. تنهن دور ۾ اوڀر هندستان ۾ ڍاڪا ۽ الهندي ۾ ٺٽو ڪپڙن جي هنرجا ايشيا ۾ مرڪز هئا. ڪپڙي سازيءَ جي حوالي سان سوٽي ململ، شالون، ريشمي ڪپڙا ۽ رنگين ڇٽيون بمبئيءَ کان هن بندر تي ٻيڙن وسيلي ايندا هئا. جڏهن ته ريشمي ڪپڙي جون لونگيون، غاليچا، ڪمبل، ڪتا ۽ اوني ڪرسڻ ٺٽي ۾ تيار ڪيا ويندا هئا ۽ ترجا ڪتا هن بندرگاهه ذريعي ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪليا ويندا هئا. ٻاهرين ملڪن مان واپارين هن بندرگاهه تي ڪپڙي جي واپار لاءِ ڪوٺيون پڻ قائم ڪيون. ان متعلق پوسٽن لکي ٿو ته: "سنڌ سوٽي ڪپڙي جو گهر آهي." سترهين صديءَ جي آخر ۽ ارڙهين صديءَ جي شروعات ۾ ٺٽي کان سواءِ نصرپور ۽ سيوهڻ به ڪپڙي سازيءَ جي حوالي سان اهم مرڪز هئا، جڏهن ته ننڍا مرڪز ڪنڊيارو، دربيلو، بکر، سکر، روهڙي، گنبٽ، بوبڪ ۽ سن هئا، جنهنڪري هتي پرڏيهي واپاري سامونڊي رستي ايندا هئا ۽ خشڪيءَ رستي به تجارت لاءِ ايندا هئا. ائنٽونيو بوڪارو (1631ع) ۾ لکي ٿو ته: "ٺٽي ۾ ٽيهه هزار آڏاڻا هئا." پورچوگيزن موجب: "ٺٽي ۾ ايترو ته ڪپڙو تيار ٿئي ٿو جو شاهه بندر تي ايندڙ سڀ جهاز پرچي وڃن ٿا."

سنڌ جا تنهن وقت ۾ جن ملڪن سان تجارتي تعلقات هئا، تن ۾: عربستان، ايران، ترڪي، افغانستان، چين، ايشيا ۽ مغرب جي ڪجهه ملڪن سان هئا، جن جا جهاز ۽ ٻيڙا، شاهه بندر تي اچي لنگر انداز ٿيندا هئا. اورنگا بندر جي تباهه ٿيڻ کان پوءِ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي اتي جي رهواسين کي شاهه بندر تي آباد ڪيو ۽ بندر جي چوڌاري هڪ ڪوٽ پڻ اڏايو، جڏهن ته هتي فتح علي شاهه ۽ ميين عثمان جا قبا اڄ به موجود آهن. شاهه بندر جي تباهي 1819ع ۾ ڌرتيءَ ڌٻڻ ۽ سنڌو درياهه جي رخ ڦيرڻ جي ڪري ٿي.

**شڪارپور بندر:** هي قديم بندر شڪارپور جو اهم بندر رهيو، جيڪو ميان يار محمد ڪلهوڙي جي دور ۾ پنهورن جي ماتحت هو، جن انهيءَ جو نالو خداآباد رکيو هو.

هي بندرگاهه تنهن دؤر ۾ سنڌ ۽ هند جي واپار جو نه فقط تختگاهه هو پر وچ ايشيا ۽ ٻين ڏورانهن ملڪن ۾ ان جهڙو وڏو واپاري مرڪز ٻيو ڪونه هو. اليگزينڊر برنس لکي ٿو ته: "شڪارپور بندر جي اهميت سنڌو درياهه وسيلي ٿيندڙ واپار سبب آهي ۽ هن بندرگاهه جي ايشيائي تجارت ۾ گهڻي اهميت آهي." تاريخي حوالن مان ڄاڻ ملي ٿي ته 1786ع ۾ تيمور شاهه، جنهن سڀ کان پهرين شڪارپور ۾ هندن کي آڻي وهاريو هو جن مان گهڻا واپاري کتري هئا ۽ انهن ۾ گجرات ۽

سنڌ جا بندر

راجستان جا واٽيا پڻ شامل هئا. اهي وچ ايشيائي ملڪن ۽ ايران وسيلي، اُتر هندستان کان روس تائين ڦهليل وسيع واپار جي نگراني ڪندا هئا. ارڙهين صديءَ دوران روس ۾ سندن واپاري سرگرمين تي پابنديون ۽ ايران ۾ واپاري ڏکيائين سبب سندن واپار زوال پذير ٿي ويو. تڏهن ايراني شهنشاهت 1750ع ڌاري هندستان ۾ وچ ايشيائي ملڪن ۾ قافلن رستي ٿيندڙ واپار تي ضابطا لاڳو ڪيا. جنهنڪري سندن واپار ۽ تجارت ۾ واڌارو آيو. ايراني شهنشاهت جي پهرين راڄڌاني قنڌار سان ويجهڙائيءَ سبب هن بندرگاهه جي واپارين بولان لڪ واري اُن رستي سان ڳنڍيل تجارتي سهولت مان فائدو ورتو هو. جيڪو رستو اتر سنڌ ۽ اتر هندستان کان افغانستان ۽ وچ ايشيائي ملڪن ڏانهن ويندڙ تجارتي قافلا استعمال ڪندا هئا. برطانوي حڪومت 1830ع ۾ گهٽڻ وچ ايشيائي ملڪن تائين ڦهليل واپاري سرشتي سبب واضح طور واپاري مرڪز شڪارپور ۾ خاص دلچسپي پڻ ڏيکاري ۽ اُتي جي جامع آدمشماري ڪرائي ۽ اُن کي افغانستان ڏانهن فوجي پيش قدميءَ لاءِ مرڪز پڻ ٺاهيو. آدمشماريءَ موجب واپارين ۾ درجابندي ڪئي وئي. شهر جي واپاري اشرافيه ٻن طبقن يعني شاهوڪارن ۽ صرافن ۾ ورهايل هئي. انهن ٻنهي طبقن جي وچ ۾ تميز ڪرڻ ڏکيو هو. صراف عام طور تي هن بندر تان ناڻي جي مٽاسٽا، هُنڊيءَ جي ڦيرڦار ۽ موڙيءَ جي سيڙپ ڪندا هئا، جڏهن ته شاهوڪار وڏا واپار ڪندا هئا. تنهن وقت ۾ هن بندرگاهه جي وچ ايشيائي ملڪن جي تجارت ۾ اهميت، تجارتي ۽ واپاري مَرڪز جي پيٽ ۾ مالياتي مرڪز جي حيثيت سان وڌيڪ هئي. تنهنڪري هن بندر جا واپاري خشڪي توڙي سنڌوءَ رستي واپار ڪندا هئا. خشڪي ۽ سامونڊي ڦورن جي باوجود سترهين صديءَ جي آخر ۽ شروعاتي ارڙهين صديءَ ۾ سنڌ جا واپاري لاڳاپا نه صرف اُن وقت جي چئن اهم واپاري مرڪزن لاهور، ملتان، آگري ۽ احمدآباد سان هئا، پر هندستان کان ٻاهر اهم مرڪزي واپاري شهرن سان پڻ سنڌ جو تجارتي تعلق هوندو هو. هن بندر جي واپارين طرفان پنهنجي اباڻي شهر ۾ وچ ايشيائي ملڪن وچ ۾ سفر لاءِ ڪتب ايندڙ رستن ۾ بخارا ڏانهن بولان لڪ وسيلي ڪوئيٽا، خوجڪ لڪ، قنڌار، ڪابل، بلخ ۽ قريش وارو روايتي رستو اوڻيهه صديءَ جي پڇاڙي تائين استعمال هيٺ هو. پر پوءِ هو ڪابل کان بخارا وڃڻ لاءِ پشاور کان خيبر لڪ وارو گس وٺندا هئا، پر گڏوگڏ ٻيا رستا به استعمال ڪندا هئا، جنهن ۾ ٻه ايران مان ويندا هئا. پهريون رستو ڪراچيءَ کان بندر عباس ڏانهن سامونڊي رستي ذريعي، ٻيو رستو مشهد وارو ميداني رستو هوندو هو. ڪجهه واپاري ڪوئيٽا مان ايراني سرحد، نوشڪي ۽ زاهدان به ويندا هئا.

جڏهن ته ڪي واپاري بندر تان سنڌو درياهه وسيلي بمبئي، جنهن ڪانپوءِ ڪاري سمنڊ جي ذريعي روسي بندرگاهه واپار ڪرڻ ويندا هئا. هن بندر کان بخارا تائين وڃبو هو. وچ ۾ مٿين سيني رستن وسيلي سفر جو عرصو گهٽ ۾ گهٽ ٻه مهينا لڳندو هو. جڏهن ته وچ ايشيائي ملڪن ۾ سفر ڏاڍو سست ۽ ڪنهن قدر غير محفوظ به هوندو هو. سنڌ جا ننڍي کنڊ جي سامونڊي علائقن ۽ ايراني نار سان ابتدا کان وٺي واپاري ناتا رهيا آهن ۽ سنڌ جو وچ ايشيا ۽ ننڍي کنڊ ۾ تجارتي حيثيت سان اهم ڪردار پڻ رهيو آهي، ان دؤر ۾ سامونڊي، دريائي ۽ خشڪيءَ جا انيڪ واپاري رستا اتر هندستان، ايراني نار ۽ عرب ملڪن سان ڳنڍيل هئا. پندرهين صديءَ جي پڇاڙيءَ کان ارڙهين صديءَ جي اڌ تائين سنڌ ۽ ان جو شهر ٺٽو اهم واپاري مرڪز هوندو هو جڏهن ته ساڳي صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ ڪراچي هڪ متبادل بندرگاهه جي حيثيت ۾ اڀريو پئي، انهيءَ دوران اتر سنڌ ۽ اُن جا شهر ماتحتيءَ جو ڪردار ادا ڪندي پنجاب، اتر هندستان ۽ وچ ايشيا جي واپاري قافلن کي لاڙ جي بندرگاهن تائين آڻيندا هئا. وچ ايشيا ۽ اتر هندستان جو واپار شڪارپور بندر کي نظرانداز ڪري ڇڏيندو هو ڇاڪاڻ ته ملتان تڏهن واپاري قافلن لاءِ واپاري ۽ معيشت جو وڏو مرڪز هوندو هو پر ارڙهين صديءَ جي اڌ ۾ واپار ڏکڻ ڏانهن رخ ڪيو. جنهنڪري اُتر سنڌ ۾ شڪارپور بندر سميت جيڪي بندر هئا، تن کي فائدو رسيو. انهيءَ جا ڪارڻ سياسي هئا، پر هڪ ڪارڻ ملتاني گرينديءَ جو زوال هو. جنهن سترهين صديءَ ۾ اتر هندستان، روس ۽ ايشيائي ملڪن وچ ۾ واپار جي واڌاري ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. پر هي بندر وچ ايشيائي ملڪن سان تجارت ۾ پيداواري شراڪت سبب چڱا پيٽي نه ڪري سگهيو ۽ انهي ڪانپوءِ ڪراچيءَ بندرگاهه کي تمام گهڻي اهميت حاصل ٿي چڪي هئي. ورهاڱي ڪانپوءِ هتان جا ڪيترائي واپاري لڏپلاڻ ڪري ويا، جنهنڪري هن بندر جو اوج ختم ٿي ويو.

**علي بندر:** هي بندرگاهه، ڳاڙهي پڙي جي ڪندرن جي اولهه طرف تعلقي ڏيپلي، ضلعي ٿرپارڪر ۾ ڪندرات جي صورت ۾ موجود آهي. ڪنهن دور ۾ هي بندر پراڻ ۽ هاڪڙي درياهه جي ميلاپ تي آباد هو. جتان جهازن ذريعي مختلف ملڪن سان واپار ٿيندو هو. روايت آهي ته ڪشمير جي هڪ سوداگر زال جي بيوفائيءَ جي ڪري پراڻ ۾ مٽي وجهرائي ڇڏي هئي، جنهنڪري هي بندر زوال پذير ٿي ويو. جڏهن ته عام راءِ اها آهي ته 1819ع ۾ جڏهن سنڌ ۾ زلزلو آيو هو ته پراڻ جو اوج زلزلي جي ڪري ختم ٿي ويو، جنهنڪري هي بندرگاهه تباهه ٿي ويو.

**ڪراچي بندر:** سنڌ جو هيءَ قدرتي بندر، عربي سمنڊ جي ڪناري تي واقع آهي. قديم زماني کان يورپ، آفريڪا، مصر، سريلنڪا، ايران، انڊيا ۽ عرب جي ملڪن سان هن بندر ذريعي سنڌ جي تجارت هلندي هئي. هن بندرگاهه جي اهميت کي ڏسندي سڪندراعظم کان وٺي انگريزن تائين سيني حملي آورن هن بندر کي پنهنجي ڪنٽرول ۾ رکيو. سترهين ۽ ارڙهين صديءَ ڌاري سنڌ ۾ مڇيءَ ۽ پلي جو واپار عروج تي هوندو هو ۽ اهو سڄو واپار هن بندرگاهه وسيلي ٿيندو هو. هتان لوٽيل ۽ سُڪايل مڇي وڏن جهازن ۽ ٻيڙن ذريعي ڏورانهن ملڪن ڏانهن موڪلي ويندي هئي. پوسٽنس لکي ٿو ته: ”ڪراچيءَ کان ڪچ، گجرات ۽ مسقط ڏانهن برآمد ٿيندڙ شين ۾ سُڪل مڇي به هڪ مکيه شيءِ آهي ۽ جرڪن جا هڏا ۽ ڪنهڙ، بمبئيءَ ڏانهن موڪليا ويندا آهن.“

تنهن دؤر ۾ سنڌ جو گيهه هندستان جي شهرن ۾ 'ڪراچي گيهه' جي نالي سان مشهور هو ۽ ان گيهه جو واپار اڪثر ڪري ميمڻ، خشڪي، درياهي ۽ سامونڊي رستي ڪندا هئا. ميرن جي دؤر ۾ ڪراچي، سنڌ جو واپاري مرڪز بڻجي چڪو هو، جتي مسقط بندر عباس، ڪنيات، بمبئي ۽ ملبار جي سوداگرن جا ايجنٽ رهندا هئا. هن بندر تان ميرن کي ڪسٽم ڊيوٽي مان تمام گهڻي آمدني ٿيندي هئي. هن بندرگاهه تي ميرن پنهنجي حڪومت ۾ هڪ قلعو پڻ تعمير ڪرايو هو. پر انگريزن سنڌ تي قبضي ڪانپوءِ ان قلعي کي ڊاهي ڇڏيو. هن بندرگاهه جي داخلي رستي تي پاٽيءَ جي اندر هڪ جابلو سلسلو موجود آهي، جنهن سبب وڏا جهاز لنگر انداز نه ٿي سگهندا هئا. ان کان سواءِ لياري ندي ڊيلٽا جي علائقي ۾ هجڻ ڪري پاٽيءَ سان ايندڙ مٽيءَ جي ڪري به بندرگاهه جي اونهائيءَ ۾ گهٽتائي اچڻ لڳي، جنهن جي نتيجي ۾ ڪيترائي جهاز حادثن جو شڪار پڻ ٿيا. ان ڪري سر چارلس نيپيئر هن بندرگاهه جي ترقيءَ لاءِ خاص اپاءُ ورتا. 1870ع ۾ سنڌ جي ڪمشنر ميري ويڊر ڪراچي بندر جي ترقي ۽ انتظام هلائڻ لاءِ 'ڪراچي هاربر ورڪس' نالي هڪ ادارو قائم ڪيو ۽ 10 مارچ 1880ع ۾ هاربر ورڪس کي ڪراچي هاربر بورڊ ۾ تبديل ڪيو ويو. 24 سيپٽمبر 1880ع ۾ وائسراءِ هند، لارڊ رپن ڪياماڙيءَ ۾ پهرئين گوديءَ جي پيڙهه جو پٿر رکيو، جنهن ڪانپوءِ 1882ع ۾ هن بندرگاهه تان سامان لاهڻ ۽ چاڙهڻ ۾ آساني ٿي ۽ ان پهرين گوديءَ جو نالو 'ميري ويدر برٿ' رکيو ويو. 1886ع ۾ بمبئي ليجسليٽيو ڪائونسل هاربر بورڊ کي ختم ڪري ڪراچي پورٽ ٽرسٽ قائم ڪيو، جنهن سان مقامي ماڻهن ۽ واپارين جو بندرگاهه جي انتظامن ۽ ٽيڪسن سان سڌو سنئون تعلق جڙيو. تنهن دؤر ۾ هن بندرگاهه جي آمدنيءَ جو دارومدار ڏيهي ۽ پرڏيهي جهازن کان حاصل ٿيندڙ ٽيڪسن، آمد ۽ درآمد مان حاصل ٿيندڙ پئسي تي هوندو هو. آمدني ۽ خرچ جا تفصيل سال ۾ ٻه ڀيرا حڪومت کي پيش ڪيا ويندا هئا. ٽرسٽ طرفان تجارتي اهميت سان گڏ بندر جي فوجي اهميت کي آڏو رکندي ڪنهن به فوجي حملي کان بچڻ لاءِ قدم کنيا ويا. پورٽ ٽرسٽ نيپيئر واري دؤر ۾ قائم لائيٽ هائوس کي پهرين اپريل 1889ع تي جديد لائٽن سان مڪمل ڪيو ويو، جنهن جي نتيجي ۾ بندرگاهه ۾ داخل ٿيڻ ۾ جهازن کي آساني حاصل ٿيڻ لڳي.

هن بندرگاهه جي ترقيءَ سان فوجي اهميت پڻ حاصل ٿي، جنهن جي ڪري 1914ع ۾ پهرين مهاڀاري جنگ ۾ اتحادي فوجين ۽ فوجي سامان کي ٻين جنگي محاذن تائين پهچائڻ لاءِ هڪ انتهائي اهم بندرگاهه جو ڪم ڏنو. اتحادي فوجين کي جنگ کٽرائڻ ۾ هن بندرگاهه جو پڻ اهم ڪردار هو ۽ ٻي مهاڀاري جنگ ۾ هن بندرگاهه کي انگريزن فوجي اهميت لاءِ حاصل ڪيو. سيپٽمبر 1920ع ۾ بندرگاهه کي واڌاري لاءِ اولهه پاسي کان گودين جي اڏاوت ڪئي وئي پر ان کان ڇهه ورهيه اڳ چينا ڪريڪ ريلوي پل جي اڏاوت مڪمل ڪئي وئي، جنهن جي نتيجي ۾ بندرگاهه تان سامان لاهڻ ۽ چاڙهڻ ۽ ملڪ جي ٻين حصن خاص ڪري پنجاب ۽ سرحد ڏانهن سامان موڪلڻ ۽ واپار ڪرڻ ۾ آساني حاصل ٿي. ورهاڱي وقت به هتي ڪيترائي جهاز لنگرانداز ٿيندا هئا ۽ اهو سلسلو هن وقت تائين به هلندڙ آهي. 1970ع واري ڏهاڪي ۾ اسٽيل مل جي ڪري هن جي ويجهو ڪراچيءَ ۾ هڪ ٻيو جديد بندر 'بن قاسم' جي نالي پڻ جوڙيو ويو، جنهن ۾ کليل سمنڊ کان بندرگاهه تائين هڪ چئنل ٺاهيو ويو ته جيئن بندرگاهه تائين جهازن کي سولائيءَ سان پهچايو وڃي. پر 'بن قاسم' بندر جي ٺهڻ باوجود ڪراچي بندر جو شمار سنڌ جي مشهور ۽ اهم بندرن ۾ ٿئي ٿو.

**ڪوٽڙي بندر:** سنڌو درياهه جي ڪاهي ڪناري تي آباد هي بندر نيرن ڪوٽ (هاڻوڪي حيدرآباد) کان ٽي ڪلوميٽر پري موجود پُل پرسان واقع هوندو هو، جتي وڏا ٻيڙا ۽ جهاز لنگرانداز ٿيندا هئا، جن جي ذريعي درياهي رستي ويجهن بندرن سان واپار ٿيندو هو. پر تنهن هوندي به هن جو شمار سنڌ جي ننڍين بندرگاهن ۾ ٿيندو هو. هن بندرگاهه جي نالي بابت تاريخي ڪتابن مان ڪا خاص ڄاڻ نه ٿي ملي، پر ڪن ماهرن جو خيال آهي ته هتي واپارين لاءِ ڪوٺي جڙيل هوندي هئي، جنهن کي ڪوٺي ۽ بعد ۾ ڪوٽڙي ڪري ڪوٺيندا هئا. هي بندر ميرن جي دور ۾ اوج تي هو ۽ اهو اوج ڪلهوڙن واري حڪومت ۾ به قائم رهيو. پر جڏهن سنڌ، انگريزن جي قبضي ۽ حڪمرانيءَ هيٺ آئي، تڏهن هنن سنڌ جي هر قسم جي واپار ۽ هنر کي پنهنجي صنعتي انقلاب ۾ تبديل ڪري ڇڏيو ۽ انهيءَ ئي دؤر ۾ ريل سروس شروع ٿيڻ ڪانپوءِ آمدورفت ريل وسيلي ٿيڻ سان گڏ ڪراچي بندر کي اهميت حاصل ٿيڻ لڳي، جنهن سبب هي بندر مڪمل طور تي زوال پذير ٿي ويو جڏهن ته هاڻ اهو بندر شهر جي صورت ۾ تبديل ٿي چڪو آهي.

**ڪيٽي بندر:** سنڌ جو هي قديم ۽ مشهور بندرگاهه ٺٽي ضلعي ۾ سامونڊي ڪناري تي درياهه جي ڇوڙ وٽ ڦٽل شڪل ۾ موجود آهي. تاريخي حوالن مان اسان کي ڄاڻ ملي ٿي ته ڪيٽي بندر (سنڌ) جو وچ ايشيا ۽ ننڍي کنڊ جي واپار اهم ڪردار رهيو آهي. هن بندر جي اوج واري زماني ۾ ٺٽي جو شهر اوير جي شاهوڪار شهرن مان هڪ هو. سنڌس شاهوڪاريءَ جو ڪارڻ ڪپڙي جي صنعت هئي، جن ۾ سادو ڪپڙو، بافتو، ململ، ڇيٽ ۽ ريشم جو ٺهيل اوچي قسم جو ڪپڙو شامل هوندو هو ۽ اهو سڄو مال ٻين بندرگاهن سميت هن بندر تان مڪران، عدن، بمبئي، گجرات، ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ ملبار جي ملڪن ڏانهن ويندو هو ۽ پنجاب ۽ اتر هندستان کان واپاري درياهي ۽ سامونڊي رستن وسيلي هن بندر تي تجارت ڪرڻ ايندا هئا. سترهين ۽ ارڙهين صديءَ ڌاري سنڌ ۾ مڇي ۽ پڪيءَ جو واپار به عروج تي هوندو هو. ڇاڪاڻ ته سنڌ کي تمام ڪشادو سامونڊي ڪنارو آهي، پر اهو واپار درياهه وسيلي هر دؤر ۾ سنڌ جي مختلف بندرگاهن تان پڻ ٿيندو رهيو پنهنجي اوج واري زماني ۾ پلي ۽ مڇيءَ جو واپار هن بندرگاهه وسيلي سنڌ کان ٻاهر گهڻو ٿيندو هو ۽ لوڻيل ۽ سُڪايل پلا ٻين ملڪن ڏانهن ٻيڙن ۽ غوراٻن وسيلي ڪراچي، ڪڇ، گجرات، مسقط ۽

ڏورانهن ملڪن ڏانهن موڪليا ويندا هئا. جڏهن ته هن بندر جي ختم ٿيڻ بابت ماهرن جو چوڻ آهي ته هي بندر دريائي زلزلن ۽ ڏهڻ سبب تباهه ٿيو جڏهن ته آخري دفعو سنڌو درياهه جي پاڻي جي گهٽ وڌ ٿيڻ سبب هي بندر مڪمل طور تي اُجڙي ويو.

**کڏو بندر:** هيءُ بندر عربي سمنڊ جي ڪناري تي تعلقي جاتيءَ ۾ ڪنڊرن جي صورت ۾ موجود آهي. پنهنجي اوج واري زماني ۾ هن بندر تان وڏن ٻيڙن، جهازن ۽ غورابن وسيلي اناج جو واپار بمبئي، بحرين ۽ مسقط جي بندرگاهن سان ٿيندو هو. جڏهن ته تاريخي ماهرن موجب سنڌو بندر جي وڌندڙ اهميت سبب هي بندرگاهه ويران ٿي ويو.

**ڪنيات بندر:** هيءُ قديم بندرگاهه ورهاڱي کان اڳ سنڌ جي راڄڌانيءَ جو حصو هو. جڏهن ته هاڻوڪي وقت ۾ گجرات (ڀارت) جي حدن ۾ اچي ٿو. مقامي ماڻهن جي خيال موجب هن بندر تي نالو راڻي ڪنياتا جي نالي پويان متس پيو. جڏهن ته لسانيات جي ماهرن موجب لفظ 'ڪنيات' عربيءَ جي لفظ 'ڪنبوجاس' جي بگڙيل شڪل آهي ۽ جيمس ٽاڊ جي راءِ موجب هي سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ 'ڪنباوتي' مان نڪتل آهي. 915ع ڌاري عرب سياح المسودي هن بندر تي سامونڊي رستي لٿو هو. جڏهن ته 1293ع ۾ مارڪوپولو هن بندرگاهه کي 'ڪنبات' جي نالي سان سڏيندي سندس اوج بابت پنهنجي ڪتاب ۾ تفصيل ڄاڻايو آهي. پنهنجي اوج واري زماني ۾ ڪنيات بندر تان وڏن جهازن ۽ غورابن وسيلي نير، ريشم، ڪپڙي، سون، چمڙي ۽ ڪپهه جو واپار پرڏيهي بندرگاهن سان ٿيندو هو. جڏهن ته اهم تجارتي مرڪز هئڻ جي ڪري هتي پرڏيهي واپارين لاءِ ڪيترين ئي ڪوٺيون پڻ قائم هونديون هيون.

هن بندرگاهه جي تباهه ٿيڻ جو سبب تاريخي حوالن سان سمنڊ جو پوئتي هٽڻ آهي، جڏهن ته هاڻ هتي هڪ شهر آباد ٿي چڪو آهي جتي ڀارت سرڪار پاران اتي جي مقامي رهواسين کي زندگيءَ جي هر جديد سهولت ڏني وئي آهي، جنهن جي ڪري هن بندر جا آثار مڪمل طور تي ميسارجي چڪا آهن.

**گدو بندر:** هي بندرگاهه سنڌ جي ڪلهوڙن حاڪمن جي وزير سيٺ گدومل جي نالي پٺيان سنڌو درياهه جي ڪناري تي آباد هو. گدو مل ڪابل شهر ڏانهن ويندي، اتان جي ٻيڙين ۾ سوار ٿيو هو ۽ واپس اچي درياهه جي جنهن ڪناري لنگر انداز ٿيو، تڏهن کان هي بندر مشهور ٿيو. هن بندر تان سنڌو درياهه وسيلي مقامي شهرن ۾ واپار ٿيندو هو جنهن ۾ حيدرآباد ۽ ڪوٽڙي به شامل هئا. ڪنهن دور ۾ جڳ مشهور بنگالي شاعر رابندرناٿ ٽئگور به هن بندرگاهه تي آيو هو ۽ هتي جي شام جي تعريف پڻ ڪئي هئائين. جيئن ته هي بندر مڪمل طور تي تباهه ٿي چڪو آهي ۽ هاڻوڪي وقت اُتي وحدت ڪالوني ۽ لطيف آباد، حيدرآباد شهر تعمير ٿي چڪو آهي.

**لاهري بندر:** هيءُ بندر ٺٽي کان چاليهه ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي موجود هو. جڏهن ته سمنڊ کان سورنهن ميل پري هو جنهن تي اٽڪل چار هزار ٻيڙيون بيهارڻ جي جاءِ هئي. هن جي پکيڙ اوڀر ۽ اولهه ۾ چار ڪلوميٽر، اتر ۽ ڏکڻ ۾ ٻه ڪلوميٽر آهي. هن بندرگاهه کي البيروني 'لوهاراني' جي نالي سان سڏيو آهي، جڏهن ته ابن بطوطه جي سفرنامي ۾ هي لکيل آهي ته "قاضي علاءُ الملڪ فصيح الدين 1334ع ۾ هتي آيو هو جيڪو هڪ فاضل شخص هو ان کي بادشاهه، لاهريءَ جو حاڪم مقرر ڪيو." جڏهن ته انگريز مصنف ڪننگهام پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته: "سنڌ لاهري بندر يا لاڙي بندر جي اتر طرف ديول بندر جا ڪنڊر تمام ٿوري مفاصلي تي آهن. لاهري بندر، ديول بندر جي ڪنڊرن مان جوڙيو ويو آهي." تاريخدانن لاهري بندر کي 'سنڌي بندر'، 'سنڌو' يا 'ديول' جي نالن سان به سڏيو آهي. انگريز واپاري جيڪي شروع واري دور ۾ سنڌ ۾ آيا، تن هن بندر کي ليري بندر، بندر لاهري، بندر لاري، لاڙي بندر، سنڌ بندر، لاهاري، سنڌ يا بندر جي نالي سان سڏيو آهي. هن بندر تي اهو نالو پوڻ پويان تاريخدانن جو خيال آهي ته هي بندر لاڙ جي ان حصي تي آهي، جيڪو سنڌو درياهه جي منهن جي ويجهو آهي. تنهن ڪري هن کي لاهري بندر ڪوٺيو ويو. لوڪ سطح تي قياس آرايون اهي پڻ آهن ته هن کي سنڌ جي هڪ قبيلي 'لهر' جي نالي پٺيان به سڏيو ويجي ٿو.

لاهري بندر پنهنجي جاگرافيائي بيهڪ جي ڪري تمام گهڻو مشهور هوندو هو. بندرگاهه جي پرسان آبادي پڻ هوندي هئي. عبدالرحيم خان سنڌ تي قبضو ڪرڻ کان پوءِ لاهري بندر ڏسڻ لاءِ آيو ته جيئن بندر کي شاهي نگرانيءَ هيٺ رکيو وڃي، سندس مقصد اهو هو ته ترخانن ۽ پورچوگيزن جو ڪو به پاڻ ۾ ڳانڍاپو نه ٿي سگهي ۽ ڪو به مغلن خلاف قدم نه کڻي سگهي. اُن وقت مغلن اهو خطرو محسوس پئي ڪيو ته متان ترخان پنهنجي مدد لاءِ پورچوگيزن کي چون. اها مدد بندر ذريعي ئي ڪين ملي پي سگهي، ڇو جو ان دور ۾ لاهري بندر مشهور هو جتي هزارن جي تعداد ۾ جهاز بيهارڻ جي جڳهه موجود هئي.

نامور تاريخدان ڊاڪٽر مبارڪ علي، پنهنجي مضمون 'لاهري بندر' ۾ لکي ٿو ته يورپي واپارين جي اچڻ کانپوءِ لاهري بندر جي آمدني وڌي وئي، انهيءَ ڪري اڪبر بادشاهه اُن کي پنهنجي شاهي جاگير ۾ شامل ڪري ڇڏيو. جهانگير جي زماني ۾ جڏهن نور جهان کي اثر رسوخ مليو ته هن لاهري بندرگاهه کي پنهنجي ڀاءُ آصف خان جي جاگير ۾ ڏياري ڇڏيو. جڏهن انگريز ٺٽي ۾ واپاري ڪوٺيون قائم ڪرڻ لاءِ سنڌ ۾ آيا ته آصف خان انهن جي مدد ڪئي ۽ ڪسٽم ڊيوٽي پڻ وڌي وئي. سنڌ کي لاهري بندر هندستان جي اتر اولهه وارن سامونڊي ڪنارن واري شهرن سان ملائي ڇڏيو هو. جنهنڪري بصري، بندر عباس، مسقط، ڪونڪن، بحرين، ڪمبي ۽ سورت سان واپار ۾ اضافو ٿيو اُن زماني ۾ سوٽي ڪپڙو، سلڪ، ڪنڊ، ڏاڳو، نير، چمڙي جو سامان ۽ نقش نگار جو سامان سنڌ مان ٻاهرين ملڪن ۾ موڪليو ويندو هو. جڏهن ته موتي، سون ۽ چاندي ۽ دوائون ٻاهرين ملڪن مان بندرگاهن ذريعي گهرايون وينديون هيون. هن بندرگاهه جي اهميت ۾ ان وقت گهٽتائي آئي، جڏهن 1635ع ۾ هرمز تي انگريزن جو قبضو ٿيو. پر سياسي حالتن کان وڌيڪ فطري حالتون اُن لاءِ خطرناڪ ثابت ٿيون.

سترهين صديءَ ڌاري هن بندرگاهه تي مٽيءَ جا تهه ڄمڻ شروع ٿيا ۽ بندر ۾ جهازن جي داخل ٿيڻ ۾ ڏکيائي ٿي، اُن ڪري اورنگزيب بادشاهه هڪ نئين بندرگاهه جو حڪم ڏنو، جنهن کي 'اورنگا بندر' يا 'ڪڪرالا بندر' جي نالي سان سڏيو ويو. تنهنڪري لاهري بندر ارڙهين صديءَ ۾ زوال پذير ٿيندي برباد ٿي ويو.

هن وقت لاهري بندر جي ڏکڻ ۾ پٽيئاٽي ڪريڪ ۽ اتر ۾ ڪڏي ڪريڪ جا هنڌ آهن. جيڪي اڳتي هلي هڪ ٻئي سان ملي وڃن ٿا. هي آثار هن وقت ڪافي حد تائين پاڻيءَ هيٺ اچي ويا آهن. بندر جا آثار جنهن ٻيٽ تي موجود آهن، اُهو چنڊ جي شڪل جهڙو آهي. هي ٻيٽ اوڀر- اولهه ۾ چار ڪلوميٽر ڊگهو ۽ اتر- ڏکڻ ۾ ٻه ڪلوميٽر ويڪرو آهي. ٻيٽ جي اوڀر واري پيٽ تي شهر جا کنڊر موجود آهن، جڏهن ته اولهه وارو پاسو ويران آهي، جنهن ۾ تمر جا وڻ بيٺل آهن.

لاهري بندر ڏهين کان ٻارهين صديءَ ڌاري ڀنڀور سان گڏ وجود رکندو هو، پر اهو چوڻ مشڪل آهي ته هن بندر جو ڀنڀور جي ٻيٽ ۾ ڪهڙو ڪارج هو.

**لوٿل بندر:** سنڌو تهذيب جو هي قديم بندرگاهه گجرات (هندستان) ۾ کنڊرات جي صورت ۾ واقع ۽ عربي سمنڊ جي ڪناري تي قائم آهي. تاريخي ماهرن موجب لوٿل بندر هڙپا تهذيب واري دؤر ۾ اوج تي هو، تنهن وقت ۾ هتان سمنڊ ۽ درياهه رستي چانورن ۽ ڪپهه جي تجارت غورابن ۽ وڏن ٻيڙن وسيلي ايران ۽ عربستان سميت ويجهن بندرگاهن سان پڻ ٿيندي هئي. هن بندرگاهه جي کوٽائيءَ بعد هتان ٺڪراٺا، ڪاراٽيل سڪا، پراڻا زيور ۽ سرون لڌيون آهن، جڏهن ته قديم آثارن جي ماهرن جي خيال موجب هي بندر سمنڊ جي پوئتي هٽڻ جي ڪري زوال پذير ٿيو.

**منڇ آبري بندر:** سنڌو درياهه جي ڪناري تي ڪنهن دؤر ۾ آباد هن بندرگاهه جو نالو موج بندر ۽ چچ نامي ۾ هن جو نالو منڇ آبري ڄاڻايل آهي ۽ اُن کي سيوستان (هاڻوڪي سيوهڻ) جو قلعو سڏيو آهي، جڏهن ته ابنِ حوقل پنهنجي نقشي ۾ هنج آبري جو نالو ڄاڻايو آهي ۽ ڪن مؤرخن جي خيال موجب هنِ بندر جو نالو منڇ آبري آهي، جيڪو تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هو. جڏهن ته هن بندرگاهه بابت تاريخي ڪتابن ۾ بي ڪا به ڄاڻ نه ملي سگهي آهي.

**موهن جو دڙو بندر:** سنڌ جو هي قديم ترين بندرگاهه ڏوڪري شهر کان ساڍن ٽن ميلن جي مفاصلي تي اوڀر طرف ضلعي لاڙڪاڻي ۾ کنڊرات جي صورت ۾ واقع آهي. هن بندر جي نالي بابت محققن جا مختلف رايا آهن، ڪي هن کي مُهن جو دڙو، ڪي مئن جو دڙو ۽ ڪي موهن جو دڙو سڏيندا آهن، جڏهن ته ڀرپاسي جا مقامي ماڻهو هن کي مُهون يا مُهين جي دڙي جي نالي سان سڏيندا آهن. سر جان مارشل به هن کي 'Mohen Jo Daro' (مهين جو دڙو) ڪوٺيو آهي، 1922ع ڌاري جڏهن هن دڙي جي کوٽائي ڪيائون ته هڪ عاليشان شهر دريافت ٿيو جنهن جي ڪن گهرن ۾ ماڻهن جا لاش به هٿ آيا، تنهنڪري به هي شهر 'موهن جو دڙو' سڏجڻ لڳو.

پنج هزار سال پراڻي هن شهر جا کنڊر ٻن وڏن حصن 'مٿيون شهر' ۽ 'هيٺيون شهر' ۾ ورهايل آهن. مٿيون شهر هڪ بيضوي شڪل جي دڙي تي قديم آباديءَ جي اولهه واري ڪُنڊ جي منهن وٽ آهي. انهيءَ ۾ اسٽوپا، هڪ وڏو حوض، مدرسو ۽ ٿنڀن وارو هال آهي، جڏهن ته 'هيٺين شهر' ۾ رهڻ جون جايون، دڪان، رستا ۽ گهٽيون آهن. هن بندرگاهه جي رهواسين جي رهڻي ڪهڻي قديم آثارن جي دستاويزن تائين محدود آهي. هتي جي تهذيب ڪي پنهنجي لکت به هوندي هئي، جيڪا ڪجهه ڪوٺاين ۽ ڪوجنائن وسيلي معلوم ٿي آهي، جڏهن ته ڪنهن جڳهه تي ڪا معلوماتي يا ڊگهي لکت اُڪريل ڏسڻ ۾ ڪا نه ٿي اچي. پر انهيءَ ئي دؤر ۾ ميسوپوٽيميا ۽ مصر جي تهذيب ۾ اهڙيون ڳالهيون موجود هيون. موهن جي دڙي، مصر ۽ ميسوپوٽيميا جي تهذيبن جو شمار دنيا جي قديم تهذيبن ۾ ٿئي ٿو ۽ هنن ٽنهي تهذيبن ۾ ڪي هڪجهڙايون ملن ٿيون، جن ۾ مکيه هي آهن ته: "اهي وڏن درياهن جي ڪنڌين تي آباد هيون، جنهنڪري ٻني ٻاري واري ڌنڌي ۾ وڏو اتساهه مليو، ٻيو ته انهن موجود بندرن وسيلي پاڻ ۾ توڙي ٻاهرين دنيا سان تجارتي ۽ واپاري ناتا قائم هوندا هئا."

'سنڌو ڪناري وسايل شهر' ڪتاب ۾ جارج ايف ڊيلس لکي ٿو ته: "درياهن سان قائم قديم تهذيبن جي وڏن شهرن جا رهواسي پنهنجي ڀرپاسي وارن علائقن سان تجارت ڪندا هئا." سنڌو درياهه تي آباد هن بندرگاهه جي واپار بابت ايران ۽ مصر جي قديم آثارن مان اهو معلوم ٿيو آهي ته بابلي تهذيب جا رهواسي سنڌ سان واپار غورابن ۽ ٻيڙن وسيلي ڪندا هئا، جڏهن ته تنهن دؤر ۾ يهودين سان پڻ سنڌ جا سٺا تجارتي لاڳاپا هئا. عراق جي پراڻي شهرن ڪش (Kish) ۽ اُر (Ur) مان مُهين جي دڙي جا سڪا پڻ هٿ آيا آهن ۽ اوزارن ٺاهڻ لاءِ ٽين ۽ شيهو سنڌ ۾ فنيقيا وارا مهيا ڪندا هئا ۽ اهي پڻ واپاري هئا. سنڌ جي جغرافيه دان پيٽاولا پنهنجي مضمون 'سنڌ هسٽاريڪل جرنل ڪراچيءَ' ۾ لکيو آهي ته: "صديون اڳ موهن جو دڙو جي تهذيب جو لاڳاپو ايران جي مٿاهين پٽ کان پري بابل جي رياستن سان هو، تنهن زماني ۾ خشڪيءَ رستي عراق جا قافلا ڪچو مال کڻي سنڌ ۾ پهچائيندا هئا، جڏهن ته هتان جا غوراب عربي سمنڊ وسيلي بابل پهچندا هئا". ڊاڪٽر ڊبليو هنٽر لکيو آهي ته: "مُهين جي دڙي بندرگاهه تان واپاري سينائي اپيپٽ ۽ سوئيز تائين تجارت ڪرڻ ويندا هئا."

هن بندر جي کوجنا ڪرڻ کان اڳ قديم آثارن جي ماهرن جي نظر ۾ ٽئڪسلا، پاٽنا، رانچي، پليسيا، سرناٿ، متڙا، گيا، ايجنٽا ۽ مدورا جا قديم آثار شمار ٿيندا هئا، پر سنڌ ۾ سڀ کان پهرين جهونن بندرن الور ۽ برهمڻ آباد، ڪاهو جي دڙي ۽ ٻين دڙن جي کوٽائي ڪئي وئي هئي ۽ موهن جي دڙي واري بندر جي کوٽائي آر. ڊي. بئنرجيءَ (Rakhaldas Bannerji) 1922ع ۾ شروع ڪئي، جتان ڪيس ڪيترين ئي شيون هٿ آيون، جن ۾ ٻڌرم جو اسٽوپا شامل هو، هن مندر/ اسٽوپا جون ديوارون سنڌو درياهه کان 46 فوٽ اتاهين مٿاڇري حصي تي هيون،

سنڌ جا بندر

مندر جي چوڌطرف عبادت گذارن جا حجرا هئا، جڏهن ته مندر جي هڪ پاسي واري تهه خاني مان اٽڪل چار سؤ ننڍيون وڏيون گولائيءَ ۾ اڇيون سنگ مرمر جون صندوقون پڻ لڌيون آهن. ان کان علاوه راجا واسديو پهرين جي زماني جا سڪا به ان مان مليا آهن. ٺڪر جا ٽڪرا نقش ٿيل ۽ ٺڪر جون مس ڪپڙيون، ڍڪڻيون ۽ ڪوناريون به هٿ آيون آهن. جڏهن ته سرجان مارشل جي خيال موجب موهن جي دڙي بندر مان لڌل شين ۽ يونان جي قديم دڙن مان هٿ آيل شين جي پاڻ ۾ گهڻي مشابهت آهي. ان ڪانپوءِ عراق جي قديم آثارن جي ماهرن لڌل شين کي پاڻ ۾ ڀيٽايو ته ٽانوَ، جانورن جون مورتيون، ڏِڳي جي تصوير، زيور ۽ سرون هڪجهڙيون هيون. اهڙي طرح هڙپا ۽ موهن جي دڙي مان جيڪا لکت هٿ آئي آهي، تنهن کي جڏهن سامي تهذيب وارن اکرن سان پڻ ڀيٽايو ويو، جيڪي عيسوي سن کان ٽن سؤ سالن کان چوويهه سؤ سال قديم آهن، سي به مشابهت رکن ٿا. قديم زماني موهن جي دڙي ۽ عراق جي سامي تهذيب جو پاڻ ۾ گهرو تعلق هو، جنهن کي پهرين 'انڊو سامي' (Indo-Semetic) تهذيب جو نالو ڏنو ويو، پر پوءِ انڊس (Indus) نالو رکيو ويو، ڇاڪاڻ ته عراق سان سنڌ جو تعلق نه فقط تمدني هو پر واپاري پڻ هو.

يورپ جي ڪن ماڻهن جي خيال موجب دنيا عيسوي صديءَ کان ڇهه هزار ورهيه اڳ شروع ٿي آهي، پر هن بندرگاهه ڪانپوءِ ڪين يقين آيو ته دنيا گهڻي آڳاٽي آهي ۽ قديم زماني ۾ سنڌو درياهه جي ڪناري تي هڪ زبردست تمدني حڪومت قائم هئي، جنهن ۾ عمارتسازي، واپار، صنعت ۽ حرفت ۽ قانون اعلىٰ درجي جو هو. جڏهن ته هن بندر جي زوال پذير ۽ تباهه ٿيڻ بابت مؤرخن جا مختلف رايا آهن.

جارج ايف. ڊيلس پنهنجي مضمون 'موهن جي دڙي ۾ ٿيل قتل عام هڪ ڏندڪٿائي قصو' ۾ لکي ٿو ته: "موهن جو دڙو بندر تي حملو ڪيو ويو هو، جنهن جي نتيجي ۾ هتان جي رهواسين، عورتن جو ٻارڙن سميت قتل عام ٿيو ۽ هاڻوڪي دؤر جي مؤرخن، لسانيات جي ماهرن ۽ آثار قديمه جي ماهرن اهو حملو آرين طرفان ڏيکاريو آهي، پر آرين جو هندستان ۾ پهچڻ وسيع انڊو يورپين ٻوليءَ جي اوڀارين شاخ جو ڏکڻ ايشيا ۾ هڪ نئين تاريخي دؤر جي شروعات ڪرڻ جو جڻ اعلان هو. ان قديم دؤر جي سماجي ۽ مذهبي زندگيءَ بابت تفصيلي ذڪر سنسڪرت ٻوليءَ ۾ لکيل رگويد ۾ موجود آهي."

جارج ايف. ڊيلس ڄاڻائي ٿو ته: "آريا جنگي جوڌا زرهه بندن ۽ ڍالن سان پنهنجو بچاءُ ڪندا هئا. هن وٽ مکيه هٿيار تير ڪمان سان گڏ نيزا، ڪهاڙيون ۽ تلوارون به هيون ۽ هو ويڙهه ۾ گهوڙا ڪتب آڻيندا هئا." پر تاريخ ۾ انهيءَ دؤر بابت ڪا واضح ڄاڻ نه ٿي ملي، ڇاڪاڻ ته قديم زماني کان وٺي ڇهين صدي ق.م تائين ڏکڻ ايشيا جي صحيح تاريخي حوالا نه ملي سگهيا آهن. جڏهن ته ڪجهه ماهرن جي خيال موجب آرين پنهنجي هٿيارن جي سگهه تي موهِن جو دڙو بندر فتح ۽ تباهه ڪيو هو، پر سندن حملو هن بندرگاهه جي زوال پذير ٿيڻ ڪانپوءِ ٿيو هو. جڏهن ته پنهنجي اوج واري زماني ۾ هن بندر جي چوڌاري ڪوٽ قلعا به ٺاهيل ڪونه هئا.

موجوده دور جي قدرتي ۽ طبي سائنس جي ماهرن موجب: "موهن جو دڙو بندرگاهه حملي سبب تباهه نه ٿيو پر سنڌو درياهه جي رخ مٽائڻ سبب تباهه ٿيو هو. ڇاڪاڻ ته هتان ڪن به حملي آورن بابت شاهديون نه ملي سگهيون آهن." هن بندرگاهه جي زوال ۽ تباهيءَ بابت تفصيل واضح نه آهن. جڏهن ته هن بندر جي زوال پذير ٿيڻ جو ڪارڻ قدرتي آفت به ٿي سگهي ٿي.

تاريخي حوالن مان ڄاڻ ملي ٿي ته ٻي صديءَ ڌاري اولهه ايشيا جي ڪناري سان واقع عربي سمنڊ ۾ اوچتو چاڙهه اچي ويو هو انهيءَ زماني ۾ درياهن جون ماتريون چاڙهه سبب ٻُڏي ويون هيون. ان ڪري جر واري پاڻيءَ جي سطح مٿي چڙهي آئي، ڪلر ۽ لوڻ وڌي ويو جنهن جي نتيجي ۾ اُتان جون اقتصادي حالتون تبديل ٿي ويون. جنهنڪري اُتان جا مقامي رهواسي لڏپلاڻ ڪري هليا ويا هوندا. ان ڏس ۾ قديم آثارن سان لاڳاپيل ڪي اهڙيون شاهديون پڻ مليون آهن ته اها قوم ڏکڻ اوڀر پاسي هندستان ۾ ڪاٺياواڙ ۽ بمبئيءَ جي اُترئين علائقن ۾ وڃي آباد ٿي، جنهنڪري هي ماڻهو اُتان جي اصلي آباديءَ سان رلي ملي هڪ ٿي ويا ۽ هڪ نئين تهذيبي شڪل اختيار ڪري هيءَ قوم مڪمل طور تبديل ٿي وئي.

سنڌ جي هن قديم بندرگاهن جي مرمت ۽ بحاليءَ لاءِ سرڪار ڪي خاص اُپاءَ نه ورتا آهن. جنهنڪري زمين ۾ موجود ڪلر بندر جي پٽين کي مسلسل نقصان پهچائي رهيو آهي. جڏهن ته ٻوڏ يا مينهن جي صورت ۾ هن کي ڪنهن به قسم جو ڪو به بچاءُ بند نه ڏنو ويو آهي ۽ عام ماڻهن جي تفريح سبب پڻ بندرگاهه کي تمام گهڻو نقصان پهتو آهي.

**وڪر بندر:** هيءُ بندر سنڌو درياهه جي ڇوڙ تي سمنڊ کان ويهه ميل پري گهوڙاٻاري تعلقي ۾ آباد هو. جتي وڏن ٻيڙن ۽ جهازن وسيلي چانورن، گيهه ۽ ٻين شين جو واپار مانڊوي، انجار، جهوناڳڙهه، بمبئي، پور بندر ڪانسواءِ سون مياڻي، گوادر ۽ مسقط جي بندرگاهن سان هلندو هو. هن بندرگاهه تان 1836ع ۾ ٽالپر حاڪمن کي لکين روپيا محصول طور وصول ٿيندا هئا. جڏهن ته انگريزن جي حڪومت جي شروعاتي دؤر ۾ درياهه جي رخ مٽائڻ جي ڪري سندس اوج ختم ٿي ويو.

**ون ٽري بندر:** هيءُ بندر ٽنڊي نور محمد، حيدرآباد جي پرسان سنڌو درياهه جي ساڄي ڪناري تي واقع هو. هن کي مقامي ماڻهو 'بندر' جي نالي سان سڏيندا هئا. پر بندر ڏانهن ويندڙ رستي جي ٻنهي پاسي کان قطار ۾ وڻ هوندا هئا. جنهن کي سڏائي ۾ ڏسبو ته 'هڪ وڻ' نظر ايندو هو تنهنڪري انگريزن هن کي 'ون ٽري' جو نالو ڏنو.

تاريخي حوالن مان ڄاڻ ملي ٿي ته ميرن جي دؤر ۾ انگلستان جي راڻي وڪٽوريه، آئوٽرام کي ايلچيءَ جي حيثيت ۾ سنڌ موڪليو ۽ سياسي ڳالهين ۾ ناڪامي ڪانپوءِ مقامي ماڻهن سندس بنگلي جو

گهيراءُ ڪيو. جنهنڪري آئوٽرام ون ٽري بندر تان ٻيڙي وسيلي ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيو. تنهن ڪانپوءِ مياڻيءَ واري جنگ لڳي. ون ٽري بندر پنهنجي دؤر ۾ تفريحي ماڳ هئڻ سان گڏ ڪمائتو بندر پڻ هوندو هو. جتي ورهاڱي کان اڳ ٻيڙين ۽ غورابن وسيلي حيدرآباد شهر جو واپار سڄي سنڌ کان وٺي، پنجاب، ڪابل ۽ قنڌار جي بندرن تان سنڌو درياهه رستي ٿيندو هو. جڏهن ته ترڪستان جي واپارين جا جهاز ڪراچيءَ کان هن بندرگاهه تي لنگرانداز ٿيندا هئا. ون ٽري بندر جو اوج 1950ع ۾ ٻوڏ جي هراس پکيڙجڻ سبب ختم ٿي ويو. جنهن ڪانپوءِ هي بندر مڪمل طور تي ويران ٿي ويو ۽ اتان جا مقامي ماڻهو ٽنڊي نور محمد مان لڏي اچي حيدرآباد ۾ آباد ٿيا.

انهن بندرگاهن کان سواءِ سنڌ ۾ ٻيا ڪيترائي بندرگاهه موجود هئا، جن تان ڏيهه توڙي پرڏيهه ۾ جهازن، غورابن ۽ ٻيڙين وسيلي تجارت ٿيندي هئي ۽ اتي واپارين لاءِ ڪوٺيون پڻ قائم هونديون هيون. انهن بندرن جا نالا هن ريت آهن:

ملتان، سن، ڪشمور، وڄوٽ، پٽ ڏيتري، مروٽ، گوادر، ويڪار، نصرپور، ٻلهار، بانيا، ڪامهل، ميانگر، سنڌڙي، هالڪنڊي، پاترا پور، ڪڙڪ، لوهاراٽي، بستا، ديسل پور/ گنتالي گڊ، پڌريشور، ڪوٽيشور، ڄنگي، تُنا، مَوساري، بيناب، امراپور، پدن/ پڙن، بورو، ڪوڏاڏا، موڏرا، ڪنبوئي، ڏنڌ وادا، ڪُنتسي، حجنالي، ڏهيسر، ڪڪڙيچي، واوٽيا، پندرا، ولاپي، ورتيج، ڊوليرا، نگارام پروچ، راندر، بَلي موَرا، وراهي، ماهووا، ڪٽڪ پور، نوَساري، ٽراد، گنڌار بندر ۽ ٻيا شامل آهن.

## سنڌ جون ڍنڍون

ڍنڍون، ڌرتيءَ جي 'پاڻياري تهه' (Hydrosphere) جو اڻ ٽُٽ حصو آهن. انساني سماج ۾ قديم ايامن کان هنن جي وڏي اهميت رهي آهي. رگ ويد ۾ به ڍنڍن جو ذڪر آيل آهي، "مالوند ماڻهو ڍنڍن جي پرسان اچي ڏاڍو ڪندا آهن ۽ ڪو وقت اتي ترسي وري ڪنهن ٻيءَ جوءِ ڏانهن سفر ڪندا آهن."

شاهه لطيف، انهن ئي ڍنڍن تي سوين راڄن جي گذران جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي:

سهسين راڄ سيد چئي، پاسي تن پرن
(سر ڪاموڏ)

ان کان سواءِ ڍنڍن جي پکين ۽ ٻين جنساري نباتات جو ذڪر به شاهه جي رسالي ۾ آيل آهي.

ڍنڍن جي جڙڻ جو عمل قدرتي آهي. زمين تي مينهن، درياهه يا سمنڊ جي پاڻيءَ جي ڪنهن وڏي ڇڏيل وهڪري واري هنڌ يا پاڌ، جنهن جي چوڌاري خشڪ ۽ سُڪي زمين هجي، تنهن کي 'ڍنڍ' چئبو آهي. جڏهن ته ڍنڍ هٿرادو نموني به جُڙي سگهي ٿي. اڄڪلهه ڍنڍ لفظ جي مروج معنيٰ 'بيٺل پاڻيءَ جو وڏو تلاءُ' آهي، اصل ۾ اهو لفظ 'نديءَ جي ڊوري' مان جڙيو آهي. ڍنڍون جنهن زمين جي هيٺاهينءَ واري هنڌ يا جاءِ تي والار ڪنديون آهن، انهن جي درجي بندي هيٺينءَ ريت آهي:

**جُوالائي ڍنڍون:** آتش فشاني عمل سبب زمين جو ڪو حصو هيٺانهون ٿي ڍنڍ جي صورت اختيار ڪري وٺندو آهي.

**واءُ جڙيل ڍنڍون:** هوا جي ڪاڏ جي ڪري جُڙيل تراين مان به ڍنڍون ٺهنديون آهن.

**برفاني ڇپن مان جڙيل ڍنڍون:** برفاني ڇپون ڳرڻ وسيلي جُڙيل پاڏ مان به ڍنڍن جو وجود پوي ٿو.

**ڏارن مان جڙيل ڍنڍون:** ارضي ساختيائي جوڙجڪ (Structural Formation) جي ڪري جيڪا فطري ڇرپر ٿيندي آهي، ان لقاءُ مان به ڍنڍون جڙنديون آهن. جهڙوڪ: اوپر ڏارن واري ماڙيءَ جي مٽاڇري جي والار سبب ڍنڍون وجود ۾ اچن ٿيون.

**درياهي ڍنڍون:** پاڻيءَ جي ذخيرن وسيلي جڙيل پرجهلائي ڍنڍون، جيڪي ندين جي وهڪرن سان لڳ ڪنهن ترائي يا پراڻ ڊوري مان جڙنديون آهن.

**جابلو تراين ۾ جڙيل ڍنڍون:** زميني مٽاڇري کان سواءِ ڍنڍون جبل جي ڇُرن، پيالي نما تراين، قدرتي ڪونرن (Trough) جڙڻ سبب ٺهنديون آهن، جيئن دنيا جي تمام وڏي ۽ اونهي ڍنڍ بيڪال، اڳوڻي سوويت يونين ۾ واقع آهي. هڪ اندازي موجب هيءَ ڍنڍ دنيا جي تازي پاڻيءَ جو هڪ پاڱي پنج حصو پاڻ ۾ سمائي سگهي ٿي.

**هٿراڌو ڍنڍون:** ڪنهن قدرتي عمل ڪانسواءِ هٿرادو طريقي سان وجود ۾ اينديون آهن. ان ريت ڪيترن ئي ملڪن ۾ آمدرفت جي سهولتن ۽ ٻوڏن کان بچاءَ خاطر بند ٺاهي، درياهي وهڪرا روڪي هٿرادو ڍنڍون ٺاهيون ويون آهن. جهڙوڪ: ايريزونا ۽ پاويل ڍنڍون. جيڪي ڪولوراڊو نديءَ وسيلي پريون وڃن ٿيون.

**اتفاقي ڍنڍون:** دنيا ۾ ڪيتريون ئي ڍنڍون زلزلي، ٻرندڙ جبلن جي ڦاٽڻ، برفاني ڇپن ڪِرڻ، ڳرڻ، درياهن جي گس مٽائڻ يا پوئتي هٽڻ سبب وجود ۾ آيون آهن. جن ۾: ريلفوٽ، ڪيٽل ۽ آڪسبو ڍنڍون شامل آهن.

جڏهن ته ڪجهه ڍنڍون ڪيميائي عمل دخل جي ڪري به وجود ۾ آيون آهن. اڪثر ڪري انهن علائقن ۾ جتي چُن ۽ پٿرن جا تهه مٽاڇري جي ويجهو هئڻ ڪري هيٺان پاڻي چُن جي پٿرن کي ڳاري ٿو، جنهن سبب وڏا 'ڪونر' (Trough) جڙي پون ٿا ۽ پاڻي هيٺ ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جن مان هڪ مثال، سنڪ هول ڍنڍ (Sink Hole Lake) جو آهي.

هن وقت دنيا ۾ هزارن جي تعداد ۾ ننڍيون وڏيون، مٺي ۽ کاري پاڻي جون ڍنڍون موجود آهن. دنيا جي هر حصي ۾ اتان جي جاگرافيائي حالتن مطابق جابلو درياهي علائقن، وسيع ميدانن ۽ مينهن جي پاڻيءَ سبب ڍنڍون وجود ۾ اينديون آهن. سنڌ ۾ هن وقت هزارن جي تعداد ۾ قدرتي توڙي مصنوعي نموني جُڙيل مٺي ۽ کاري پاڻيءَ جون ننڍيون ۽ وڏيون ڍنڍون موجود آهن، جيڪي ڪڇي، ڪاڇي، ٿر، ڪيرٿر ڪوهستان، سنڌونديءَ جي چوڙ وارن ۽ هاٺوڪن ۽ آڳاٽن علائقن ۾ آهن، جن جو سنڌ جي ماحوليات ۽ اقتصاديات، ترقي، واڌاري ۽ سُڌاري ۾ اهم ڪردار پڻ رهيو آهي.

**سنڌ ۾ ڍنڍن جا قسم:** سنڌ ۾ موجوده وقت ۾ ڍنڍن جا ڪيترائي قسم آهن. جن جا مختصر تفصيل هيٺين ريت آهن:

**منهن چوڙ ڍنڍ:** هن طرح جي ڍنڍ جو منهن درياهه طرف کليل هوندو آهي. درياهه جي چاڙهه سبب، ان کي پاڻيءَ جي اوٽ پلٽ پوندي آهي ۽ هيءَ پاڻي سان پرجي تار ٿي ويندي آهي، بعد ۾ انهن جا منهن بند ڪيا ويندا آهن.

**پراڻ ڍنڍ:** سنڌو درياهه جڏهن پنهنجو گس مٽائي نئين واٽ سان وهندو هو، تڏهن پراڻو وهڪرو ٻه درياهي روپ ۾ آبڪلاٽيءَ ۾ يا مينهوڳيءَ جي پاڻيءَ سان پرپور ٿي اصلي نياڻ ۾ وهندو هو. انهيءَ پراڻي وهڪري ۾ سياري جي مند ۾ پاڻيءَ جو چاڙهه گهٽجي ويندو آهي. ان ريت اِهو اڳاٽو ڍورو 'پراڻ ڍنڍ' سڏبو آهي.

**ٻٽ ڍنڍ:** هن قسم جي ڍنڍ ۾ ڪنهن به طرف کان درياهه جو پاڻي داخل نه ٿي سگهندو آهي ۽ عام طرح هن ۾ مينهن جو پاڻي بيٺل هوندو آهي.

**ڪولاب ڍنڍ:** هن قسم جي ڍنڍ ۾ درياهه جا ڇڇ، چاڙهه سبب وهڪرن جي صورت ۾ وهندا آهن ۽ جڏهن سنڌونديءَ جو پاڻي ڇينهرو ڪائيندو آهي ته اهي ڇڇ ڌار ڌار ڍورن جي صورت ۾ وهندا آهن. سنڌ ۾ ٻه ڪولاب آهن. هڪ 'جيئل ڪولاب' ۽ ٻيو 'سيال ڪولاب'، جيئل ڪولاب اڳاٽي زماني ۾ هڪ وڏي ڍنڍ هوندو هو، جيڪا ضلعي خيرپور ۾ هئي، جڏهن ته سيال ڪولاب سنڌونديءَ جي پرسان هڪ وڏي ڍنڍ هئي.

**ڪنب ڍنڍ:** هن قسم جي ڍنڍ، اُن وقت جڙندي آهي، جڏهن درياهه پنهنجو رخ بدلائيندو آهي يا ڪنهن پوئي ڪي پائيندو آهي. درياهه جي اهڙي پائيندڙ زورآوريءَ واري جاءِ ڪي آجهار چئبو آهي. نديءَ جو نئون وهڪرو پاڪ وسيلي ڪيترائي ميل نئين نياڻ ٺاهي ڪنهن پراڻي نياڻ ۾ ٻه وهڪرو ٺاهيندو آهي ۽ ڪيتري ئي وقت تائين انهيءَ ڪنب ۾ پاڻي موجود رهندو آهي، جڏهن ته هن ڍنڍ تي شروعاتي سالن ۾ ڪوبه پن، ڏير، ڪُم ۽ ڪوٽين جهڙو گاهه نه اُسرندو آهي.

سنڌ ۾ هن وقت ڪيترين ئي ڍنڍون آباد آهن، جن جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو:

**آباد ڍنڍ:** هيءَ مشهور ڍنڍ جامشوري ضلعي ۾ سيوهڻ تعلقي جي ڳوٺ لڪي شاهه صدر جي اوپر ۾ ٿيٻاٽ ڳوٺ ويجهو واقع آهي. هن ڍنڍ تي اهو نالو 'آباد' ڳوٺ ويجهي هئڻ سبب پيو. جڏهن ته سنڌو درياهه پرسان هئڻ ڪري هي ڍنڍ ٻارهن مهينا ئي پاڻ سان پربل هوندي آهي. هي ڍنڍ هاڻوڪي وقت ۾ فشريز کاتي جي انتظام هيٺ نيلام ٿئي ٿي. (وڌيڪ ڏسو: آباد ڍنڍ، جلد پهريون، ص 19)

**آتڻ ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ تعلقي قمبر ضلعي قمبر شهدادڪوٽ ۾ واقع آهي. انگريز دؤر ۾ هيءَ ڍنڍ وسيع ايراضيءَ تي پکڙيل هئي، پر هن وقت ان جو گهڻو حصو زرعي آباديءَ جي هيٺ اچي ويو آهي. ڍنڍ سرڪار جي تحويل ۾ آهي ۽ سرڪار لاءِ آمدنيءَ جو ذريعو پڻ بڻيل آهن. (وڌيڪ ڏسو: آتڻ ڍنڍ، جلد پهريون، ص: 29)

**آڍاڻي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ دادو ضلعي جي ميهڙ تعلقي جي ڳوٺ آڍاڻي ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ ڪي ٻيراجن وسيلي پربو ويندو آهي. پنهنجي علائقي ۾ تفريحي ماڳ طور مشهور هيءَ ڍنڍ مقامي رهواسين جي روزگار جو وسيلو بڻيل آهي، آڍاڻي ڍنڍ جي هر سال فشريز کاتي پاران نيلامي ڪئي ويندي آهي. (وڌيڪ ڏسو: آڍاڻي ڍنڍ، جلد پهريون، ص 46)

**آرڙ جي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادو، تعلقي ميهڙ جي اُتر ۾ ڏامراهه واهه پرسان واقع آهي. (وڌيڪ ڏسو: آرڙ جي ڍنڍ، جلد پهريون، ص 50)

**آمري ڍنڍ:** سنڌ جي هيءَ قديم ڍنڍ جامشوري ضلعي جي سيوهڻ تعلقي ۾ آمري شهر کان اوپر طرف سنڌو درياهه جي ڪاڇي ڪناري تي واقع آهي. هيءَ ڍنڍ درياهه جي ڇڏيل پراڻ آهي، جيڪا درياهه جي چاڙهه وارن ڏينهن ۽ برسات جي مند ۾ پرجي هيٺ اڏڙي ٻيلي طرف وهندي آهي.

هيءَ ڍنڍ مقامي ماڻهن لاءِ تفريحي ماڳ هئڻ سان گڏ گذر سفر جو ذريعو پڻ بڻيل آهي، جڏهن ته آمري ڍنڍ موجوده وقت ۾ فشريز کاتي جي انتظام هيٺ آهي، جيڪا هر سال هن کي نيلام ڪندي آهي. (وڌيڪ ڏسو: آمري ڍنڍ، جلد پهرين، ص 84)

**ابڙائو ڍنڍ:** هيءَ مشهور ڍنڍ ضلعي سانگهڙ تعلقي چوٺيارين ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ جي ڊيگهه پنج ڪلوميٽر ۽ ويڪر ٻه ڪلوميٽر آهي. ابڙائو ڍنڍ تفريح ماڳ طور پڻ مشهور آهي. (وڌيڪ ڏسو: ابڙائو ڍنڍ، جلد پهريون، ص 102)

**اڇ ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ سنڌو درياهه جي ساڄي ڪناري تي آباد ملاڪاتيار شهر، تعلقي بلڙي شاهه ڪريم، ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ جو شمار علائقي جي اهم ترين ڍنڍن ۾ ٿئي ٿو. جڏهن ته هيءَ ڍنڍ تفريح لاءِ پڻ مشهور آهي. (وڌيڪ ڏسو: جلد پهريون، ص 136)

**الاڪائي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي جامشوري جي تعلقي سيوهڻ ۾ واقع آهي. الاڪائي ڍنڍ جو گهڻو حصو زرعي زمين هيٺ اچي ويو آهي تنهنڪري هي ڍنڍ ايراضي جي لحاظ کان ڍوري جو ڏيک ڏي ٿي جڏهن ته فشريز کاتي وارا هن ڍنڍ کي هر سال نيلام ڪندا آهن. (وڌيڪ ڏسو: الاڪائي ڍنڍ، جلد پهريون، ص 237)

**الهه اوپايو ڍنڍ:** هي مشهور ڍنڍ ضلعي دادو ۾ واقع آهي. الهه اوپايي ڍنڍ جي پاڻيءَ مان زمين آباد ڪئي وڃي ٿي، جڏهن ته هي ڍنڍ مقامي رهواسين لاءِ تفريحي ماڳ پڻ بڻيل آهي. (وڌيڪ ڏسو: الهه اوپايو ڍنڍ، جلد پهريون، ص 248)

**امير پير جي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ تعلقي ۽ ضلعي دادو ۾ ڳوٺ امير پير لڳ سنڌو درياهه جي ساڄي ڪناري تي واقع آهي. هيءَ ڍنڍ سنڌو درياهه جي ڇڏيل وهڪري سبب وجود ۾ آئي. هيءَ ڍنڍ ڳوٺ جي نالي سان ئي سڃاتي وڃي ٿي. امير پير جي ڍنڍ هن وقت سوڪهڙي سبب زوال پذير ٿي چڪي آهي. (وڌيڪ ڏسو: امير پير جي ڍنڍ، جلد پهريون، ص 279)

**اميناڻي ڍنڍ:** هيءَ مشهور ڍنڍ ضلعي جامشوري، تعلقي دادو ۾ درگاهه امير پير جي اوپر طرف واقع آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇي ۽ پکي جو شڪار ٿيندو آهي. جڏهن ته فشريز کاتي وارا هن ڍنڍ کي هر سال نيلام ڪندا آهن. (وڌيڪ ڏسو: اميناڻي ڍنڍ، جلد پهريون ص 281)

**انيتي ڍنڍ:** هي مشهور ڍنڍ ضلعي دادو، تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾ خانپور شهر جي اوير ۾ واقع آهي. فشريز کاتي وارا هن ڍنڍ کي هر سال نيلام ڪندا آهن. (وڌيڪ ڏسو: انيتي ڍنڍ، جلد پهريون، ص 317)

**بازار ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ پيچاري واهه جي ڪناري، تعلقي شاهه عبدالڪريم بلڙي، ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ آهي. هن کي پنياري واهه مان پاڻي ڏنو ويچي ٿو. جنهن ڪري هيءَ ڍنڍ ٻارهن مهينا ئي آباد رهي ٿي. بازار ڍنڍ جو شمار مقامي علائقي جي اهم ترين ڍنڍن ۾ ٿئي ٿو ۽ هيءَ ڍنڍ مقامي ماڻهن جي تفريح گاهه هجڻ سان گڏ گذر بسر جو وسيلو پڻ آهي. (وڌيڪ ڏسو: جلد پهريون، بازار ڍنڍ، ص 378)

**بخاري ڍنڍ:** سنڌ جي هن تاريخي ڍنڍ کي 'ٽلٽي ڍنڍ' پڻ سڏيو ويچي ٿو، جيڪا ضلعي ڄامشوري، تعلقي سيوهڻ ۾ واقع قديم ڳوٺ ٽلٽي ۽ پير بخاريءَ جي ويجهو آهي. پير بخاريءَ جي پرسان هئڻ ڪري ان کي بخاري ڍنڍ پڻ ڪوٺيو ويچي ٿو. مڇيءَ جي شڪار ڪري هيءَ ڍنڍ مقامي ماڻهن جي روزگار جو وسيلو هئڻ سان گڏ تفريح ماڳ پڻ بڻيل آهي. (وڌيڪ ڏسو: ٽلٽي ڍنڍ، جلد ٻيو، ص 467)

**بدام ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ وارهه تعلقي قنبر شهدادڪوٽ ضلعي ۾ واقع آهي، بدام ڍنڍ موجوده وقت ۾ سرڪاري تحويل ۾ هجڻ باوجود اُتي جي مقامي ۽ بااثر ماڻهن جي قبضي هيٺ آهي. (وڌيڪ ڏسو: بدام ڍنڍ، جلد پهريون، ص 416)

**بقار ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ تعلقي چوٽيارين ضلعي سانگهڙ جي اُتر اُوير ۾ 25 ڪلوميٽرن تي واقع آهي. هن ڍنڍ تي بقار نالو هتي موجود هڪ قديم ڳوٺ سبب پيو. هيءَ ڍنڍ مڪيءَ جي سمورين ڍنڍن ۾ نمايان آهي. هن ڍنڍ جي ويڪر ڏيڍ ڪلوميٽر ۽ ڊيگهه پنج ڪلوميٽر تي مشتمل آهي. (وڌيڪ ڏسو: بقار ڍنڍ، جلد پهريون، ص 451)

**بگري ڍنڍ:** هيءَ قديم ڍنڍ تعلقي عمرڪوٽ ۾ نيو چور شهر پرسان پراڻي چور کان اتر طرف اٽڪل ٽي ڪلوميٽر پري کنڊرات جي صورت ۾ واقع آهي. هن وقت بگري ڍنڍ سوڪهڙي سبب ڦٽل آثارن جي صورت ۾ موجود آهي. (وڌيڪ ڏسو: بگري ڍنڍ، جلد پهريون، ص 458)

**بلاولپور ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي ڄامشوري جي ڳوٺ بلاولپور پرسان آهي. پکين جي شڪار سبب هنن جي آمد ۾ گهٽتي قدر گهٽتائي اچي وئي آهي. بلاولپور ڍنڍ موجوده دور ۾ فشريز کاتي وارن جي تحويل هيٺ آهي، جيڪي ڪيس هر سال نيلام ڪندا آهن. (وڌيڪ ڏسو: بلاول پور ڍنڍ، جلد پهريون، ص 463)

**بوبڪ ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي ڄامشوري، تعلقي سيوهڻ ۾ بوبڪ شهر جي ڏکڻ ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ ۾ آبي جيوت جي موجودگيءَ سان گڏ پکي به جهجهي تعداد ۾ اچي لهندا هئا. موجوده وقت ۾ بوبڪ ڍنڍ پاڻيءَ جي اڻاٺ سبب سوڪهڙي جو شڪار آهي، جڏهن ته هي ڍنڍ سرڪار جي تحويل هيٺ هئڻ ڪري هر سال نيلام ڪئي ويندي آهي. (وڌيڪ ڏسو: بوبڪ ڍنڍ، جلد پهريون، ص 489)

**ٻاڙي ڍنڍ:** هي ڍنڍ ضلعي سانگهڙ، تعلقي ناري ۾ بقار ڍنڍ کان اوير طرف واقع آهي. مٺي پاڻي جي هن ڍنڍ جي اونهائي تمام گهري آهي. (وڌيڪ ڏسو: ٻاڙي ڍنڍ، جلد پهريون، ص 544)

**ٻانهياري ڍنڍ:** هي مشهور ڍنڍ تعلقي عمرڪوٽ ۾ واقع آهي. پنهنجي علائقي ۾ هيءَ ڍنڍ تفريح ماڳ طور پڻ مشهور آهي. (وڌيڪ ڏسو: ٻانهياري ڍنڍ، جلد پهريون، ص 378)

**ٻپيرا ڍنڍ:** سنڌ جي هي قديم ڍنڍ تعلقي ميهڙ ضلعي دادو ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ کي هر سال فشريز کاتي وارا نيلام ڪندا آهن. (وڌيڪ ڏسو: ٻپيرا ڍنڍ، جلد پهريون، ص 556)

**ڀورڙي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادو، تعلقي خيرپور ناٿن شاهه ۾ موجود قديم ۽ تاريخي ڳوٺ ڀورڙيءَ جي ويجهو واقع آهي. (وڌيڪ ڏسو: ڀورڙي ڍنڍ، جلد پهرين، ص 576)

**ڀوڙي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادو، تعلقي خيرپور ناٿن شاهه جي ڳوٺ خانپور ۾ واقع آهي، ڀوڙي ڍنڍ مقامي ماڻهن جي روزگار جو وسيلو هئڻ سان گڏ تفريحي ماڳ پڻ آهي. (وڌيڪ ڏسو: ڀوڙي ڍنڍ، جلد پهريون، ص 577)

**ٻيٽ ٻڍي واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ديهه ٻيٽ ٻڍي تعلقي موري ۾ ننڍي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي ۽ هن ۾ ٿوري مڇي مرندي آهي.

**پوٽڙا ڍنڍ:** هي ڍنڍ ضلعي ڄامشوري، تعلقي سيوهڻ ۾ ڳوٺ پوٽڙا جي پرسان آهي. ڪنهن دؤر ۾ هن ڍنڍ ۾ مڇي گهڻي تعداد ۾ شڪار ڪئي ويندي هئي. جڏهن ته موجوده وقت هي ڍنڍ ڦٽي وئي آهي. (وڌيڪ ڏسو: پوٽڙا ڍنڍ، جلد ٻيو ص 119)

**پولوءَ واري ڍنڍ:** هيءَ خوبصورت ڍنڍ تعلقي چوٽيارين ضلعي سانگهڙ ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ جي پکيڙ پنج ڪلوميٽر ۽ ويڪراڻ ڪلوميٽر آهي. جڏهن ته هن کان رتڙائو ڍنڍ ٽي ڪلوميٽر جي مفاصلي تي آهي. مٺي پاڻيءَ جي هي ڍنڍ مڇي جهجهي تعداد ۾ هئڻ سبب مقامي ماڻهن جي روزگار جو وسيلو پڻ بڻيل آهي.

**تلو ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادو، تعلقي جوهيءَ ۾ بهاولپور ويجهو آهي. هن ڍنڍ کي تلو 'ٻتڙا' جي نالي سان به سڏيو ويچي ٿو. هن ڍنڍ ۾ مڇي گهڻي تعداد ۾ ٿئي ٿي، جنهن ڪري هي ڍنڍ مقامي ماڻهن جي روزگار جو وسيلو پڻ بڻيل آهي. جڏهن ته ڪيس فشريز کاتي وارا نيلام ڪندا آهن. (وڌيڪ ڏسو: تلو ڍنڍ، جلد ٻيو ص 304)

**ٽيٻاٽ ڍنڍ:** سنڌ جي هيءَ قديم ڍنڍ ضلعي ڄامشوري جي تعلقي سيوهڻ ۾ لڪي شاهه صدر جي ڏکڻ اوير ۾ ٻه ڪلوميٽر جي مفاصلي تي آهي. پکين جي مسلسل شڪار سبب سندن آمد ۾ گهٽتائي اچي وئي آهي. هيءَ ڍنڍ هن وقت فشريز کاتي جي تحويل ۾ آهي. (وڌيڪ ڏسو: ٽيٻاٽ ڍنڍ، جلد ٻيو ص 396)

**ٺهوهين جي ڍنڍ:** هيءَ قديم ڍنڍ تعلقي سامارو، ضلعي ميرپورخاص ۾ ڦٽل حالت ۾ موجود آهي. هيءَ ڍنڍ به ان قديم شهر جي نالي جي نسبت سان سڃاتي ويچي ٿي، جيڪا هن وقت پاڻيءَ جي اڻاٺ سبب مڪمل طور تي ويران ٿي وئي آهي. (وڌيڪ ڏسو: ٺهوهين جي ڍنڍ، جلد ٻيو ص 441)

**ٽيپري ڍنڍ:** هي قديم ڍنڍ ضلعي ۽ تعلقي عمرڪوٽ ۾ بگري ڍنڍ جي ويجهو ويران حالت ۾ موجود آهي. جڏهن ته هن ڍنڍ جا آثار هن وقت به ڏسي سگهجن ٿا. (وڌيڪ ڏسو: ٽيپري ڍنڍ، جلد ٻيو، ص 504)

**ٽئيا ڍنڍ:** سنڌ جي هي تاريخي ۽ قديم ڍنڍ ضلعي ڄامشوري جي تعلقي سيوهڻ ۾ آمري کان اُتر طرف واقع آهي. هيءَ ڍنڍ سنڌوندي‌ءَ جي ڇڏيل وهڪري واري پاڏ آهي. هيءَ ڍنڍ مقامي ماڻهن لاءِ روزگار جو وسيلو هئڻ سان گڏ تفريحي ماڳ پڻ بڻيل آهي. (وڌيڪ ڏسو: ٽئيا ڍنڍ، جلد ٻيو، ص 554)

**پاپيڙو ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ حيدرآباد شهر ۾ گنجي ٽڪر جي اوپر پاسي ڳوٺ ڪٽڙ لڳ آهي. دهيءَ ڍنڍ ڪلري ڍنڍ جي ويجهو هئڻ ڪري ان کي 'ڪلري' پڻ سڏيو ويجي ٿو. هيءَ ڍنڍ برسات جي مند ۾ گنجي ٽڪر تان پاڻي وهي اچڻ جي ڪري ڀربي آهي، جڏهن ته هيءَ ڍنڍ مڇي ۽ پکيءَ جي شڪار سبب مقامي ماڻهن جي روزگار جو وسيلو هئڻ سان گڏ تفريحي ماڳ پڻ آهي. (وڌيڪ ڏسو: پاپيڙو ڍنڍ، جلد ٽيون، ص 1)

**پاٽ ڍنڍ:** هي ڍنڍ ضلعي دادوءَ جي تعلقي دادوءَ ۾ قديم شهر پاٽ جي ويجهو واقع آهي. هن ڍنڍ ۾ ڪيترن ئي قسمن جي مڇي پيدا ٿيندي آهي، جنهن ۾: ڏرو، لوسٽي، وهنج، سارهيو ۽ شاڪُر شامل آهن. جڏهن ته مٺي پاڻيءَ جي هن ڍنڍ تي پکي گهڻي تعداد ۾ اچي لهن ٿا، پر پکين جي مسلسل شڪار سبب سندن تعداد ۾ گهٽي پاڳي گهٽتائي اچي وئي آهي. هي ڍنڍ موجوده وقت ۾ فشريز کاتي جي تحويل هيٺ آهي، جيڪا هن کي هر سال نيلام ڪندي آهي.

**پڇڙي ڍنڍ:** هيءَ قديم ڍنڍ دادو ضلعي جي تعلقي جوهيءَ ۾ بهاولپور ڳوٺ جي ڏکڻ ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇي جهجهي تعداد ۾ ٿيندي آهي، جنهنڪري هي ڍنڍ مقامي ماڻهن جي روزگار جو ذريعو پڻ بڻيل آهي. جڏهن ته هن ڍنڍ کي فشريز کاتي وارا نيلام ڪندا آهن.

**پراڻو ديرو ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ديهه صالحپور، تعلقي موري ۾ واقع آهي. هي ڍنڍ سنڌو درياهه جي وهڪري سبب وجود ۾ آئي تنهن دؤر ۾ هن ڍنڍ ۾ مختلف نباتات سان گڏ مڇي به جهجهي مقدار ۾ شڪار ٿيندي هئي. پر هن وقت پاڻيءَ جي گهٽتائيءَ سبب هيءَ ڍنڍ پنهنجي خوبصورتي وڃائي ويٺي آهي. هي ڍنڍ سرڪار جي تحويل ۾ هئڻ باوجود مقامي ماڻهن جي قبضي هيٺ آهي. (وڌيڪ ڏسو: پراڻو ديرو ڍنڍ، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٽيون، ص 138)

**پير ڳٽئي واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادوءَ جي ڳوٺ پير ڳٽئي پرسان ويران حالت ۾ موجود آهي. پنهنجي اوج واري دؤر ۾ هيءَ ڍنڍ مڇي ۽ پکين جي شڪار جي حوالي سان تمام گهڻي مشهور هئي، پر هن وقت هيءَ ڍنڍ سوڪهڙي جو شڪار آهي ۽ پنهنجي اهميت ۽ خوبصورتي وڃائي ويٺي آهي. (وڌيڪ ڏسو: پير ڳٽيي واري ڍنڍ، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٽيون، ص: 366)

**جاکپاري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادوءَ جي تعلقي دادو ۾ ڳوٺ جاکپاري ويجهو واقع آهي. موجوده وقت ۾ هتان وڏي مقدار ۾ لوڻ ملي ٿو. (وڌيڪ ڏسو: جاکپاري ڍنڍ، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٽيون، ص 416)

**جهان خان ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي ٺٽي ۾ چوهڙ جماليءَ پرسان واقع آهي. هي ڍنڍ ملڪاڻين جي ذاتي ملڪيت هئڻ ڪري ان کي 'ڇڇ جهان خان' سڏيو ويندو آهي. جڏهن ته علائقي جي وڏي ڍنڍ هئڻ ڪري هتي مڇي به جهجهي پيدا ٿئي ٿي ۽ پکي به گهڻي تعداد ۾ واهيرو ڪندا آهن. هي ڍنڍ مقامي ماڻهن جي روزگار جو وسيلو هئڻ سان گڏ تفريحي ماڳ پڻ بڻيل آهي.

**جهتيال ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ڳوٺ الهه بخش جهتيال لڳ، تعلقي ميهڙ ضلعي دادوءَ ۾ واقع آهي. هتان جي مقامي آبادي جو گذر سفر گهڻو ڪري هن ڍنڍ تي آهي، پکين جي مسلسل شڪار سبب پکين جي آمد مڪمل طور تي ختم ٿي وئي آهي. هيءَ ڍنڍ هن وقت فشريز کاتي جي تحويل ۾ آهي ۽ ان کي پاڻي بئراجن وسيلي مهيا ڪيو ويندو آهي. (وڌيڪ ڏسو: جهتيال ڍنڍ، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون، ص 67)

**چڪڻ ڍنڍ:** هيءَ قديم ڍنڍ دادو ضلعي جي تعلقي دادوءَ ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ جو نالو سنڌونديءَ جي چڪڻ تان پيو آهي، جڏهن ته شاهه لطيف پنهنجي هڪ شعر ۾ هن ڍنڍ جو ذڪر هن طرح ڪيو آهي:

"جتي چڪڻ جي چپيٽ، اتي سيد سيرِ لنگهاءِ تون"

پنهنجي اوج واري دؤر ۾ هن ڍنڍ ۾ مڇيءَ جا ڪيترائي قسم ٿيندا هئا، جن ۾ ڪرڙو، لُهر، پوپرو، موراڪو، شاڪر، ڄرڪو، گوج ۽ وهنج شامل هئا، جڏهن ته گاهن ۾ ڏير ۽ ڪل ڪانسواءِ پکي به گهڻي تعداد ۾ اچي لهندا هئا. موجوده وقت ۾ هيءَ ڍنڍ پاڻيءَ جي کوٽ سبب سُڪي وئي آهي.

**چگڙو ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ قمبر تعلقي کان اٺ ڪلوميٽر پري اولهه طرف ڳوٺ پير شريف پرسان واقع آهي. هيءَ ڍنڍ پير شريف جي ٽنيا قبيلي جي چگي مڙس رئيس محمد پريل ٽنيي جي ملڪيت ۾ آئي. سندس وفات بعد سندس پونيرن جي ملڪيت آهي. (وڌيڪ ڏسو: چگڙو ڍنڍ، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون، ص 168)

**چاري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي ٽنڊي محمد خان جي تعلقي بلڙي شاهه ڪريم ۾ واقع آهي. چاري ڍنڍ کي ميران شاخ مان پاڻي ملي ٿو، جيڪا ڪوٽڙي بئراج جي کاٻي ڪناري تي وهندڙ واهن ۾ ڀيڃاري مان نڪري ٿي، جنهنڪري هي ڍنڍ سدائين آباد رهي ٿي. هي خوبصورت ڍنڍ مقامي رهواسين جي روزگار جو وسيلو هئڻ سان گڏ تفريحي ماڳ پڻ بڻيل آهي. (وڌيڪ ڏسو: چاري ڍنڍ، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)

**چاڻ ڍنڍ:** هي ڍنڍ سنڌو درياهه جي کاٻي پاسي تعلقي شاهبندر ضلعي ٺٽي ۾ واقع آهي. هن جي ايراضي 50 کان 60 ايڪڙن تي مشتمل آهي. هن ڍنڍ ۾ بهه، ڪُمر، لوڙهه ۽ پَبڻ ڪانسواءِ مڇي به گهڻي تعداد ۾ ٿئي ٿي. جڏهن ته سياري جي مند ڪانسواءِ هتي پکي به جهجها اچي واهيرو ڪندا آهن. جنهنڪري هي مقامي رهواسين جو معاشي وسيلو هئڻ سان گڏ تفريحي ماڳ پڻ بڻيل آهي. چاڻ ڍنڍ کي فشريز کاتي وارا هر سال نيلام ڪندا آهن. (وڌيڪ ڏسو: چاڻ ڍنڍ، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)

**چٽي جي ڍنڍ:** هيءَ قديم ڍنڍ ڳوٺ سيتا تعلقي دادوءَ ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ تي پنهنجي اوج واري دؤر ۾ پکي جهجهي تعداد لهندو هو ۽ مڇي پڻ جام پيدا ٿيندي هئي. جنهن کي مقامي ماڻهو شڪار ڪري گذر بسر ڪندا هئا. پر هن وقت هيءَ ڍنڍ پاڻيءَ جي ڪوٽ سبب سُڪي وئي آهي.

**ڇڇر ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ڳوٺ ڇڇر، تعلقي سيوهڻ ضلعي ڄامشوري ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇيءَ جا ڪيترائي قسم پيدا ٿين ٿا جنهن ۾: رڙو، گندڻ، ٻٽي، ڄرڪو ۽ ڏنور شامل آهن. جڏهن ته هيءَ ڍنڍ فشريز کاتي جي تحويل هيٺ آهي، جيڪي ان کي هر سال نيلام ڪندا آهن.

**حمل ڍنڍ:** سنڌ ۾ ايراضيءَ جي لحاظ کان هيءَ ٻيو نمبر وڏي ڍنڍ آهي، جيڪا دادو تعلقي، ضلعي لاڙڪاڻي ۽ قنبر شهدادڪوٽ ۾ ورهايل آهي. سنڌ اريگيشن اينڊ ڊرينيج اٿارٽيءَ مطابق، هن ڍنڍ جي ڊيگهه 25 ڪلوميٽر ۽ ويڪر تقريباً 10 ڪلوميٽر آهي. حمل ڍنڍ تي نالي بابت ڪيترين ئي ڏند ڪٿائون مشهور آهن. ڄام نظام الدين سمي جي دور حڪومت ۾ اتر پاسي قنڌار کان افغانستان، پٺاڻن، ارغونن جا حملا ٿيندا هئا ۽ حملي آور سنڌ ۾ ڦرلٽ ڪندا هئا. اهڙن حملن ۾ ڦرلٽ کي روڪڻ لاءِ ڄام نظام الدين سمي جي وزير دولهه دريا خان حمل ڍنڍ واري علائقي يعني چانڊڪا پرڳڻي کي سيال خان چانڊيي ۽ ان جي ڇاليهن ساٿين جي حوالي ڪيو، جن مان هڪ شخص حمل چانڊيو پنهنجي ڪٽنب سميت هن علائقي ۾ اچي آباد ٿيو. اهڙيءَ ريت ڍنڍ جي ڪنڌيءَ تي حمل چانڊيي ڳوٺ ٻڌو، جنهن بعد اڄ ڍنڍ سندس نالي جي نسبت سان سڏجي ٿي. هڪ ٻي روايت آهي ته حمل خان درويش صفت ۽ شاهوڪار شخص هو. هن ڍنڍ جي اولهه طرف کيرٿر واري پاسي پنهنجي نالي 'حمل' سان ڳوٺ وسايو، جيڪو اڄ به موجود آهي.

حمل ڍنڍ 1932ع ۾ ايف. پي. بند جي تعمير ٿيڻ ڪانپوءِ باقاعدي ڍنڍ جي شڪل اختيار ڪئي، جنهن کي برساتن ۾ کيرٿر جابلو سلسلي مان وهي ايندڙ نيون پرين ٿيون. ان کان سواءِ بلوچستان صوبي جي هيرالدين ڊرينيج اسڪيم جو ڪارو ۽ گندو پاڻي، لاڙڪاڻي، جيڪب آباد ۽ شڪارپور ضلعن جو پاڻي به هن ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. هن ڍنڍ ۾ پاڻي گڏ ڪرڻ جي گنجائش 10.08 ايم.اي.ايف آهي. ان ڪري زهريلي پاڻي سبب حمل ڍنڍ ۾ انساني آبادي سان گڏ نباتات تي هاڃيڪار اثر پيا آهن. جڏهن ته اُتي موجود انساني آبادي جو گذر سفر مڇي، پکين ۽ ٻي پيداوار تي آهي.

حمل ڍنڍ ۾ زهريلي پاڻيءَ جي ڇوڙ سبب اُتي جي مڇيءَ جي پيداوار ۾ پڻ گهڻي قدر گهٽتائي اچي وئي آهي، پر ڪجهه قسم اڃا به ملن ٿا، جن ۾ سينگاري، موراڪي، ڪرڙو، گندڻ، گوج، ڄرڪو، ڪڳو ۽ ٿيلهي شامل آهن ۽ پکين ۾ نيرڳي، آڙي، ڪيٽائي، ٽينگلو، ڪُهنگ، ڪونج ۽ ٻگهه شامل آهن. ڍنڍ ۾ ماحولياتي گدلاڻ کان اڳ هتي ڪنارن سان گھاٽا ٻيلا هوندا هئا، جيڪي پڻ ختم ٿي چڪا آهن، جنهنڪري پکين جي آمد ۾ پڻ ڪافي گهٽتائي آئي آهي.

ڍنڍ جي حوالي سان، تاريخي حوالن مان اها ڄاڻ ملي ٿي ته دنيا جو مشهور سياح ابن بطوطہ حمل ڍنڍ ويجهو واقع هڪ ٻي ڍنڍ ساروح جي درياهي وهڪري وسيلي حمل ڍنڍ جي حدن کان ٿيندو ڳوٺ ٽاٽي ۾ ترسيو هو، جتان بعد ۾ هن ٻين علائقن ڏانهن سفر جاري رکيو.

هيءَ ڍنڍ پنهنجي پکيڙ، جاگرافيائي بيهڪ ۽ سونهن سبب سنڌ جو اثاثو آهي. جڏهن ته هن جي اولهه ۾ کيرٿر جبل، شاهه گودڙيي جي مزار، اوڀر ۾ ايف.پي بندر ۽ ميهڙ شهر آهي، اتر اولهه ۾ وارهه، غيبي ديرو ۽ ڏکڻ ۾ فريدآباد ۽ ڪاڇي جو ميداني علائقو آهي.

**دڦري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي بدين جي تعلقي بدين ۾ واقع آهي. هن جو شمار ضلعي جي اهم ترين ڍنڍن ۾ ٿئي ٿو ڇاڪاڻ ته هن ڍنڍ ۾ مڇي ڪيترن ئي قسمن جي ٿئي ٿي، جيڪا پنهنجي ذائقي ۽ لذت جي حوالي سان تمام گهڻي مشهور آهي. مڇيءَ جي قسمن ۾: ڪرڙو، لُهر، پيلئڙو، پاپليٽ، ڄرڪو، گوج ۽ سينگاري شامل آهن. جڏهن ته هن ڍنڍ تي پکي به گهڻي تعداد ۾ اچي ٿو پر انهن جي شڪار سبب پکين جي آمد ۾ گهٽتائي اچي وئي آهي. دڦري ڍنڍ جي نالي جي حوالي سان تاريخي ڪتابن مان ڪا به ڄاڻ نہ ٿي ملي، پر هن وقت هي ڍنڍ مقامي ماڻهن جي روزگار جو ذريعو هئڻ سان گڏ تفريحي ماڳ پڻ بڻيل آهي. جڏهن ته هن ڍنڍ تي سياحن خاطر سرڪار پاران ڪا به سهولت موجود نہ آهي.

**دوني ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي نوشهري فيروز جي تعلقي موري جي ديهه ملڪاڻيءَ ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ ۾ ڪنهن دؤر ۾ تمام گهڻي مڇي مرندي هئي، پر موجوده وقت ۾ پاڻيءَ جي ڪوٽ سبب مڇيءَ جي پيداوار ۾ گهڻي پاڳي گهٽتائي اچي وئي آهي، پر هيءَ ڍنڍ هن وقت به هڪ تفريحي ماڳ هئڻ سان گڏ عام ماڻهن لاءِ روزگار جو وسيلو پڻ بڻيل آهي. هن وقت هيءَ ڍنڍ سرڪار جي تحويل هيٺ آهي.

**ڏاوچ ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادوءَ، تعلقي دادوءَ ۾ ڳوٺ شير محمد ڏاوچ جي پرسان واقع آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇي جهجهي پيدا ٿيڻ سان گڏ پکي به جام لهي ٿو پر پکين جي مسلسل شڪار سبب انهن جي آمد ۾ گهڻي پاڳي گهٽتائي اچي وئي آهي، جڏهن ته هي ڍنڍ فشريز کاتي جي تحويل ۾ هئڻ سبب هر سال نيلام ٿيندي آهي.

**ڏونگريون ڍنڍ:** سنڌ جي هي خوبصورت ڍنڍ ضلعي سانگهڙ جي تعلقي ناري ۾ نارا ڪئنال جي ساڄي ڪپ کان ڳوٺ بقار جي ڏکڻ اولهه طرف واقع آهي. هن ڍنڍ تي نالو راجڙ ذات جي ڏوگرا نک جي نسبت سان پيو. جڏهن ته ڍنڍ جي وچ ۾ پٽون پڻ موجود آهن. جن کي ننڍي ۽ وڏي ڏوگريون ڪوٺيو ويندو آهي. پنهنجي اوج واري دؤر ۾ هيءَ ڍنڍ سياري جي مند ۾ وڏي تعداد ۽ قسمن جي پکين جي لهڻ ۽ شڪار سبب مشهور هئي. مقامي ماڻهن جي راءِ موجب تمام گهڻي تعداد ۾ پکين جي آمد سبب سموري ڍنڍ جي مٿاڇري تي پاڻي بجاءِ پکي ئي نظر ايندا هئا. موجوده وقت ۾ ڏونگريون ڍنڍ وچ ۾ بختاور ڪئنال نڪرڻ ڪري پنهنجو وجود وڃائي چڪي آهي.

**ڏيپارجن واري ڍنڍ:** هيءَ مشهور ڍنڍ ديهه ڏيپارجا تعلقي موري ضلعي نوشهري فيروز ۾ واقع آهي. مٺي پاڻيءَ جي هن ڍنڍ ۾ مڇيءَ جا ڪيترائي قسم ٿيندا هئا، جن ۾: ڪرڙو، موراڪو، ڪڳو، سينگاري، گنڍڻ، چتوهڙ، سوني ۽ ڦڱٽو شامل هئا، پر پاڻيءَ جي گهٽتائيءَ سبب مڇيءَ جي تعداد ۾ ڪافي گهٽتائي ٿي وئي آهي. هن ڍنڍ تي سياري جي مند ڪان علاوه ٻين مندن ۾ بہ ڏيهي ۽ پرڏيهي پکي اچي واهيرو ڪندا هئا، جن ۾: نيرڳي، آڙي، نرڙر، وهرڳبو، گاجيرو، ڳنوائي، ڪوڪراٽ ۽ ٻيا شامل هئا. پر پکين جي شڪار سبب سندن آمد مڪمل طور تي ختم ٿي چڪي آهي. پنهنجي ديهه جي نالي سان سڃاپندڙ هيءَ ڍنڍ فشريز کاتي جي تحويل هيٺ آهي، جيڪي هر سال هن جي نيلامي ڪرائيندا آهن. (وڌيڪ ڏسو: ڏيپارجا ڍنڍ، جلد ٽيون، ص 357)

**ڊرگهہ ڍنڍ:** سنڌ جي هيءَ قديم ڍنڍ ضلعي قمبر شهدادڪوٽ جي شهر قمبر کان ڏهہ ڪلوميٽر پري ڳوٺ ڪاهي ميهون ۽ ڊرگهہ ٽاٽي جي اولهہ ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ جي پکيڙ 182 هيڪٽر آهي. ڊيگهہ ٽي ڪلوميٽر، ويڪر ٻہ ڪلوميٽر ۽ اونهائي 10 فوٽ آهي. هيءَ ڍنڍ سنڌو درياهہ جي گس مٽائڻ جي ڪري وجود ۾ آئي، موجوده وقت ۾ هيءَ ڍنڍ سرڪار جي تحويل ۾ آهي. (وڌيڪ ڏسو: ڊرگهہ ڍنڍ، جلد پنجون، ص 400)

**ڊنءَ ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادوءَ جي تعلقي خيرپور ناٿن شاهہ ۾ گوري شهر کان اوڀر طرف واقع آهي. پنهنجي علائقي جي وڏين ڍنڍن ۾ شمار ٿيندڙ هيءَ ڍنڍ موجوده وقت ۾ پنهنجي اهميت وڃائي زوال پذير ٿي چڪي آهي. (وڌيڪ ڏسو: ڊنءَ ڍنڍ، جلد پنجون، ص 406)

**راڄڙي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ تعلقي سيوهڻ ضلعي ڄامشوري ۾ واقع آهي. سندس نالو سنڌ جي قديم ۽ وڏي ٻيلي 'راڄڙي' جي نسبت سان پيو. هن ڍنڍ ۾ مڇي گهڻي مقدار ۾ پيدا ٿيندي آهي. جڏهن تہ هتي پکي بہ جهجهي تعداد ۾ اچي واهيرو ڪندا آهن. پر سندس مسلسل شڪار سبب پکين جي آمد ۾ گهٽتائي اچي وئي آهي. موجوده وقت ۾ هن ڍنڍ جو انتظام فشريز کاتي وارن وٽ آهي.

**راوت لغاري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادوءَ جي خيرپور ناٿن شاهہ تعلقي ۾ ڳوٺ راوت خان لغاريءَ جي پرسان واقع آهي. ڪيس ڳوٺ جي نالي جي نسبت سان سڏيو وڃي ٿو هن ڍنڍ ۾ ڪيترن ئي قسمن جي مڇي پيدا ٿئي ٿي، جنهن ۾: چتو، فوجي ڪڳو، گنڍڻ، سينگاري، پوپري ۽ موراڪي شامل آهن، جڏهن تہ هيءَ ڍنڍ موجوده وقت ۾ فشريز کاتي جي انتظام هيٺ آهي.

**راهين ڍنڍ:** هيءَ مشهور ڍنڍ ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ تعلقي شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ ۾ واقع ٽڪر جي ويجهو آهي. 250 ايڪڙن جي ايراضيءَ تي مشتمل هيءَ ڍنڍ سنڌونديءَ جي ڇڏيل گنجي ٽڪر ۽ پيڃاري ڪئنال واري وهڪري سبب وجود ۾ آئي، جڏهن تہ موجوه وقت ۾ ڪيس پيڃاري شاخ ۽ چنڊٽين ذريعي پاڻي فراهم ڪيو وڃي ٿو. جنهنڪري هي سال جا ٻارنهن مهينا آباد رهي ٿي. پنهنجي علائقي جي وڏين ڍنڍن ۾ شمار ٿيندڙ هن ڍنڍ ۾ گلفام، موراڪي، ٿيلهي، ڪرڙو، گراس ۽ سينگاري مڇيون پيدا ٿين ٿيون، جنهن ڪي مقامي ماڇهو شڪار ڪري سنڌ جي مختلف شهرن ۾ وڪرو ڪندا آهن، جڏهن تہ سياري جي مند ۾ هن ڍنڍ ۾ پکي بہ جهجهي تعداد ۾ لهندو آهي، پر سندن مسلسل شڪار سبب پکين جي آمد ۾ گهٽتائي اچي وئي آهي.

راهين ڍنڍ ۾ عام سياحن لاءِ تفريحي ماڳ پڻ ٺهيل آهي ۽ هتي ايندڙ ماڻهو ڍنڍ ۾ ٻيڙيءَ وسيلي سير ڪري لطف اندوز ٿيندا آهن.

**رتڙائو ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ واقع آهي. ڍنڍ ٻن ضلعن ۾ ورهايل هئڻ سبب سندس اڌ حصو خيرپور ضلعي جي ناري تعلقي ۽ اڌ سانگهڙ ضلعي ۾ اچي وڃي ٿو جڏهن تہ سندس ڊيگهہ ڇهہ ڪلوميٽر ۽ ويڪر هڪ ڪلوميٽر آهي. ڍنڍ جي نالي جي نسبت سان هڪ روايت مشهور آهي تہ هن علائقي جا رهواسي پيرين پنڌ پير جو ڳوٺ خيرپورميرس ۾ پنهنجي مرشد جي درگاهہ تي ويندا هئا ۽ رستي ۾ رات پوڻ تي هتي ترسندا هئا. هڪ ڀيري رتو نالي هڪ موچي زيارت بعد هن ڍنڍ پرسان پهتو تہ بيمار ٿي پيو، جنهن بعد پاڻ وصيت ڪئي تہ مرڻ جي صورت ۾ ڪيس هن ڍنڍ ويجهو دفن ڪيو وڃي ۽ اڄ بہ سندس قبر اولهہ طرف واقع آهي، جنهن بعد ان فقير رتي موچيءَ جي نسبت سان هن ڍنڍ تي نالو 'رتڙائو' پئجي ويو. رتڙائو ڍنڍ تي ڪيترن ئي قسمن جا پکي لهڻ سان گڏ مڇي پڻ جهجهي انداز ۾ پيدا ٿئي ٿي، جنهن جي ڪري هيءَ ڍنڍ مقامي ماڻهن جي روزگار جو وسيلو پڻ آهي.

**رحماني ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادو جي تعلقي خيرپور ناٿن شاهہ جي ڳوٺ سيتا ويجهو واقع آهي، جڏهن تہ هيءَ ڍنڍ سنڌونديءَ جي ڇڏيل اڳوٺي وهڪري سبب وجود ۾ آئي. جڏهن تہ هن ڍنڍ ۾ مڇيءَ جو شڪار گهڻي مقدار ۾ ٿيندو آهي.

**ساروهہ ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ وارهہ تعلقي قنبر شهدادڪوٽ ضلعي ۾ واقع آهي. هن جي اولهہ ۾ کيرٿر جبل، ڏکڻ ۾ حمل ڍنڍ ۽ جوهي شهر جڏهن تہ اتر ۾ وارهہ تعلقو آهي. هن ڍنڍ جي نالي بابت روايت آهي تہ نو لکي جاگير کان اڳ، هن علائقي ۾ سردار پنري خان سولنگيءَ (637هہ) جو راڄ هوندو هو ۽ ڪيس بہ پٽ هوندا هئا، جن جا نالا: ساروهہ ۽ امير هئا. انهن مان ساروهہ جي نالي سان هيءَ ڍنڍ سڏجي ٿي. سمن جي حڪومت ۾ ڄام سلطان نظام الدين ۽ سندس وزير دولهہ دريا خان چانڊين جي سردار سريمڻ کي جاگير ڏني ۽ چانڊيا روجهاڻ مان لڏي اچي ساروهہ جي ڪناري تي آباد ٿيا. ان دؤر ۾ ساروهہ جي ڪناري گهاٽو جهنگ هوندو هو ڪاڇي ۽ ڪيرٿر ۾ مينهن پوڻ سبب جبلن جو پاڻي نَئِن ۽ ڍورن جي صورت ۾، هن ڍنڍ ۾ ڇوڙ ڪندو هو، جنهن سبب ساروهہ ۾ مڇي، بهہ، لوڙهہ، قمہ، پيڻ گهٽائيءَ ۾ ملڻ سان گڏ پکي پڻ جهجهي تعداد ۾ ايندا هئا، جڏهن تہ هن ڍنڍ وسيلي ڪاڇي جي ڪيترائي ايڪڙ ٻني پڻ آباد ٿيندي هئي.

هن وقت غيبي ديري ڳوٺ جي اوڀر پاسي ۾ ايف.پي بند جي اولهہ ۾ ساروهہ نالي چنن جو هڪ قديم ڳوٺ آباد آهي. ان ڳوٺ جي نالي سان درياهہ جو وهڪرو ڪاڇي مان بہ وهندو هو جيڪو منڇر ۾

سنڌ جون ڍنڍون

ڇوڙ ڪندو هو ۽ اتان درياهي رستي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو هو. انهيءَ وهڪري جي ٻنهي طرف کان اولهه ۽ اوڀر ۾ ڪيترائي قديم ڳوٺ، وسنديون، پتڻ ۽ بندر آباد هئا. جيڪي اڄ به ڪاڇي جي قديم آثارن ۾ موجود آهن. ساروهه ڍنڍ، درياهه جو ڊيڪ ڊيندڙ آهي. سن 1500ع ۾ جيڪب آباد ۽ ڪنڌڪوٽ مان پاڻيءَ جو هڪ قديم وهڪرو بلوچستان ۽ سنڌ جي جبلن مان ايندڙ جابلو نَئِن جو پاڻي وقت سان گڏ بند ٿي ويو. ان وهڪري مان قديم دؤر ۾ ٿي ڍنڍون پڻ ٺهنديون هيون، جن ۾ بدام، ڪاڇڙي ۽ ساروهه ڍنڍ شامل آهن. تاريخ جي حوالن مان ڄاڻ ملي ٿي ته ستين صديءَ ۾ سنڌو درياهه جو الهندو وهڪرو ٽن حصن ۾ ورهائجي ويو. هيءُ وهڪرو ڪشمور وٽان سنڌو درياهه مان نڪرندو هو ۽ ڪنڌڪوٽ، شڪارپور جي علائقي مان گذري ميرو خان ۾ حاڪم شاهه پٽ وارو ماڳ وٺي ڪاڇي مان ٿيندو منڇر ڍنڍ ۾ ڇوڙ ڪندو هو. ساروهه ڍنڍ جي پرچڻ جو وسيلو ڪيرٿر جبلن مان نڪرندڙ اهم نَئِن ڪينجي آهي. جيڪا 5300 فوٽن جي اوچائي تان ميان گڻ واري هنڌ کان ويجهو مچل وٽان پنهنجو سفر شروع ڪري ٿي. ورهاڱي کان اڳ سنڌ جي ڪمشنر ايڇ. ٽي. لئمبرڪ هن نَئِن کي 'The Great Canon of Sindh' جو لقب ڏنو. جيڪا ساروهه ڍنڍ ۾ پنجاهه ڪلوميٽر جو مفاصلو طئي ڪري ڇوڙ ڪري ٿي.

**سامارو ڍنڍ:** سنڌ جي هيءَ تاريخي ۽ قديم ڍنڍ تعلقي ساماري ضلعي ميرپورخاص ۾ واقع هئي. تاريخي حوالن مان ڄاڻ ملي ٿي ته هندستان جي مغل بادشاهه همايون افغانستان مان شڪست کائڻ بعد پنهنجي لشڪر سميت عمرڪوٽ ۾ پناهه ورتي هئي. سال 1542ع ۾ همايون بادشاهه پنهنجي زال حميده بيگم کي عمرڪوٽ ۾ ڇڏي پاڻ سپاهين سان گڏ ٺٽو ۽ بکر فتح ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو هو. اڃا سفر ۾ هو ته کيس اطلاع مليو: "حميده بيگم کي پٽ ڄائو آهي." جيڪو اڳتي هلي هندستان جو بادشاهه ٿيو ۽ سندس نالو جلال الدين محمد اڪبر رکيو ويو. جنهن وقت همايون بادشاهه کي پٽ ڄمڻ جو اطلاع مليو هو، ان وقت هو سامارو ڍنڍ جي ڪناري تي پنهنجي لشڪر سميت لٿل هو. تنهن دؤر ۾ هي ڍنڍ پنهنجي اوج تي هوندي هئي. هتي آبي جيوت ڪانسواءِ مڇي پڻ گهڻي مقدار ۾ پيدا ٿيندي هئي، جڏهن ته مُند آهر ڏيهي توڙي پرڏيهي پکي هتي اچي واهيرو ڪندا هئا. سامارو ڍنڍ موجوده وقت ۾ وڌندڙ آبادي ۽ ماحولياتي گدلاڻ سبب مڪمل طور تي ختم ٿي چڪي آهي، جڏهن ته هن ڍنڍ جي جاءِ تي ساڳي نالي هڪ شهر پڻ جڙي چڪو آهي.

**ساوڙي ڍنڍ:** سنڌ جي هيءَ تاريخي ڍنڍ ضلعي شهيد بينظيرآباد جي ڳوٺ ساوڙي ويجهو آهي. چار ڪلوميٽر جي ايراضيءَ تي پکڙيل هن ڍنڍ کي سانوري، ساوتري ۽ ساوندري به ڪوٺيو ويندو آهي. جڏهن ته ڪيس مقامي ماڻهو ميهار جو پتڻ ڪري پڻ سڏيندا آهن. تاريخي ڪتابن مان ڄاڻ ملي ٿي ته هي ڍنڍ هاڪڙي درياهه جي وهڪري سبب وجود ۾ آئي، جڏهن ته ڍنڍ ويجهو جارجاٽي، سن، هربيجي ۽ آمرجي ڍورو موجود آهي. مٺي پاڻيءَ جي هن ڍنڍ ۾ ڪيترن ئي قسمن جي مڇي پيدا ٿيندي آهي، جنهن ۾: ڪرڙو، ٻٽي، ڏرو، چلي، منڍو، پوپري ۽ ٿيلهي شامل آهن. جنهن کي مقامي ماڇي ماڻهو ماري پرپاسي جي مختلف شهرن ۾ وڪرو ڪري گذر بسر ڪندا آهن. جڏهن ته هتي سياري جي مند کان علاوه ٻين مندن ۾ ڪيترن ئي قسمن جا پکي اچي لهندا آهن، جن ۾ متلو، ڦدي، ڪلڪڻ، بيل، ڪهنگ، ڪيني، آڙي، ٽوهڻ، پيهوڙي ۽ ڊوئڙو شامل آهن. پر پکين جي مسلسل شڪار سبب سندن آمد ۾ گهٽتائي اچي وئي آهي.

**سپنا ڍنڍ:** سنڌ جي هي مشهور ڍنڍ ضلعي ڄامشوري، تعلقي سيوهڻ ۾ واقع آهي. پنهنجي اوج واري دؤر ۾ هن ڍنڍ ۾ آبي جيوت ڪانسواءِ ڪيترن ئي قسمن جي مڇي پڻ ملندي هئي، جنهن ۾: موراڪو، ڪرڙو، ڏنيرو، مرو، سُٽي ۽ سينگاري شامل آهي. جڏهن ته پکين به جهجهي تعداد هتي اچي واهيرو ڪندا آهن. هي ڍنڍ هن وقت فشريز کاتي جي حوالي آهي.

**سُڄارو ڍنڍ:** هي قديم ڍنڍ دادو ضلعي جي تعلقي دادو ۾ ڳوٺ سُڄاري پرسان واقع آهي. ڍنڍ جي اوج واري زماني ۾ هتي مڇيءَ ۽ پکي جو شڪار گهڻي تعداد ۾ ٿيندو هو. پر گهڻي وقت کان پاڻي جي اڻاٺ سبب هي ڍنڍ سوڪهڙي جو شڪار آهي.

**سڌ واهه ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادوءَ جي تعلقي دادوءَ ۾ ڳوٺ سيال کان اوڀر طرف واقع آهي. سنڌو درياهه جي چاڙهه وارن ڏينهن ۾ هيءَ ڍنڍ پرجي ويندي آهي، جڏهن ته هن ڍنڍ ۾ مڇي جهجهي پيدا ٿئي ٿي، جنهن کي مقامي ماڻهو وڪرو ڪري گذر بسر ڪندا آهن. هيءَ ڍنڍ هن وقت فشريز کاتي جي تحويل ۾ آهي.

**سرائي شوڪت علي لغاريءَ واري ڍنڍ:** هي ڍنڍ ديهه لغاري بجراڻي تعلقي موري ۾ ڦٽل حالت ۾ موجود آهي. اڳوڻي زماني ۾ مشهور رهندڙ هن ڍنڍ تي سياري جي موسم ۾ سائيبريا ۽ ٻين علائقن جا پکي اچي واهيرو ڪندا هئا جن ۾: نيرڳي، منگهو، ڊگهوش، ڪونج، ٽورهانڊو، ٻوڙ بدڪ، سوسائي، ڪيني، تبيرو ۽ ٻيا شامل هئا ۽ ٻي آبي جيوت ڪانسواءِ هن ڍنڍ ۾ مڇي پڻ گهڻي تعداد ۾ شڪار ٿيندي هئي ۽ مقامي ماڻهو پنهنجو ٻنيون پڻ هن ڍنڍ جي پاڻيءَ وسيلي آباد ڪندا هئا. هيءَ ڍنڍ هن وقت پاڻيءَ جي اڻهوند سبب ويران ٿي وئي آهي.

**سرڄاري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ بهاولپور ويجهو تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ کي 'سرڄار' يا 'سرجري' جي نالي سان به سڏيو ويندو جڏهن ته مقامي ماڻهن جي خيال موجب هن ڍنڍ تي اهو نالو ديهه سرجري سبب پيو. هي ڍنڍ درياهه جي ڇڏيل وهڪري سبب وجود ۾ آئي پنهنجي اوج واري دؤر ۾ هن ڍنڍ ۾ مڇي گهڻي تعداد ۾ ملندي هئي، جنهن جو شڪار ڪري مقامي ماڻهو گذرسفر ڪندا هئا. پر هن وقت هي ڍنڍ سوڪهڙي جو شڪار آهي.

**سرن واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي سانگهڙ، تعلقي ڇوٽياريون ۾ پولو واري ڍنڍ جي اولهه ۾ واقع آهي. هن خوبصورت ڍنڍ جي پکيڙ پنج ڪلوميٽر

ڏکهي ۽ ويڪر ٽي ڪلوميٽر آهي. جڏهن ته هن ڍنڍ ۾ ٻي آبي جيوت ڪانسواءِ مڇي به گهڻي انگ ۾ ٿئي ٿي، جنهن کي مقامي ماڻهو شڪار ڪري مختلف شهرن ۾ وڪرو ڪندا آهن. هيءَ ڍنڍ موجوده وقت ۾ فشريز کاتي جي تحويل ۾ آهي.

**سسئي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ٺٽي ضلعي جي تعلقي ميرپور ساڪري ۾ تاريخي ماڳ ڀنڀور جي اوپر ۾ واقع آهي. هيءَ ڍنڍ مائي سسئيءَ جي نالي سڃاتي وڃي ٿي، جيڪا سنڌ جي هڪ رومانوي قصي سسئي پنهون سان منسوب ٿيل آهي، جنهن کي شاهه عبداللطيف ڀٽائي پڻ پنهنجي اساسي شاعريءَ جو حصو بڻايو آهي. هيءَ ڍنڍ اڳوڻي دؤر ۾ آباد هئي، پر هن وقت پاڻيءَ جي اڻاٺ ۽ سوڪهڙي سبب زوال پذير ٿي وئي آهي.

**سن ڍنڍ:** هيءَ قديم ڍنڍ ضلعي نوابشاهه ۽ هاڻوڪي ضلعي شهيد بينظيرآباد ۾، ديهه ساوڙيءَ ۾ واقع آهي. ڪيس سن ڍورو پڻ چيو ويندو آهي. جڏهن ته هن ڍنڍ کي سن ٻاريچي جي نالي سان پڻ سڏيو ويندو آهي. هيءَ ڍنڍ سهڻي ميهار وارو ڍورو وهي اچڻ جي ڪري وجود ۾ آئي، جنهن کي هاڪڙو به سمجهيو ويندو آهي. جڏهن ته هن وقت هيءَ ڍنڍ سوڪهڙي جي شڪار سبب مڪمل طور تي ختم ٿي چڪي آهي.

**سنهاري ڍنڍ:** سنڌ جي هڪ قديم ڍنڍ ضلعي دادوءَ جي خيرپورناٿن شاهه تعلقي ۾ گوزي شهر جي اُتر ۾ واقع آهي. پنهنجي اوج واري دؤر ۾ هن ڍنڍ ۾ مڇي ۽ پکيءَ جو شڪار ٿيندو هو. جڏهن ته هاڻوڪي وقت ۾ پاڻيءَ جي اڻاٺ سبب هيءَ ڍنڍ سوڪهڙي جو شڪار ٿي وئي آهي.

**سوِناري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادوءَ جي تعلقي جوهيءَ ۾ ڳوٺ بچل خان جماليءَ جي ڀرسان آهي. ٻارهن سؤ ايڪڙن تي مشتمل هن ڍنڍ جو شمار پنهنجي علائقي جي وڏين ڍنڍن ۾ ٿئي ٿو. هن ڍنڍ جي نالي بابت روايت آهي ته اُن تي هڪ هندو عورت سوِناريءَ جي نالي تان پيو. هن ڍنڍ کي 'سونياريءَ جي ڍنڍ' پڻ سڏيو وڃي ٿو. هيءَ ڍنڍ الهندي ناري جي ڪناري تي هئڻ ڪري سال جا ٻارهن مهينا ئي ڀريل هوندي آهي. جڏهن ته هن ۾ مڇيءَ جا ڪيترائي قسم پيدا ٿيندا آهن. جن ۾: گوج، فوجي، منڊو، سينگاري، ڀوپري، مُرو، گندڻ، گاڏينرو ۽ ڄانچ شامل آهن. سياري جي مند ۾ هتي ڪيترن ئي قسمن جا پکي سائيبريا ۽ ٻين علائقن مان اچي واهيرو ڪندا آهن. جن ۾: ڪوڪراٽ، سانولو، بگو اڇو، آڙي، سينهه پوري، نردول، ڪراڻ، لهوڙ، ٽوهڙ ۽ سري شامل آهن. پر پکين جي مسلسل شڪار سبب انهن جي آمد ۾ گهڻي ڀاڱي گهٽتائي اچي وئي آهي. هن ڍنڍ جو پاڻي مقامي ماڻهو ٻني ٻاري لاءِ پڻ استعمال ڪندا آهن. هيءَ ڍنڍ مقامي ماڻهن جي روزگار جو ذريعو هئڻ کان سواءِ تفريح جو ماڳ پڻ بڻيل آهي.

**سومري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ تعلقي عمرڪوٽ ضلعي ميرپور خاص ۾ ڦٽل آثارن جي صورت ۾ موجود آهي ۽ برسات جي مند ۾ هيءَ ڍنڍ ڀربي آهي.

**سوناٻنڊي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ دادو ضلعي جي تعلقي دادوءَ ۾ سوناٻنڊي ٻيلي ۾ واقع آهي. ٻيلي جي نالي جي نسبت سان سڃاپندڙ هن ڍنڍ ۾ مڇي ۽ پکيءَ جو جهجهو شڪار ٿئي ٿو. جڏهن ته هيءَ ڍنڍ موجوده وقت ۾ فشريز کاتي جي تحويل هيٺ آهي.

**سوني ڍنڍ:** هيءَ قديم ڍنڍ دادو ضلعي جي ميهڙ تعلقي ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇي ۽ پکيءَ جو شڪار جام ٿيندو آهي. پر موجوده وقت ۾ پاڻيءَ جي گهٽتائي ۽ سرڪار جي عدم توجهه سبب هي ڍنڍ ختم ٿيئي ٿيندي وڃي. هن ڍنڍ کي فشريز کاتي وارا هر سال نيلام ڪندا آهن.

**شاهه مراد واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ديهه ٻيٽ ٻڍي تعلقي موري ضلعي نوشهري فيروز ۾ واقع آهن. هيءَ ڍنڍ ننڍي ايراضي تي پکڙيل آهي، جنهن ڪري هن ۾ ٿوري تعداد ۾ مڇيءَ جو شڪار ٿيندو آهي.

**شڪر ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ سڪرنڊ شهر ضلعي نوابشاهه (شهيد بينظيرآباد) ۾ ڦٽل آثارن جي صورت ۾ واقع آهي. پنهنجي اوج واري دؤر ۾ هيءَ ڍنڍ ميلن ۾ ڦهليل هئي ۽ اتي موجود مقامي ماڻهن جي روزگار جو وسيلو هئڻ سان گڏ هڪ واپار جو مرڪز پڻ هئي. مٺي پاڻي هئڻ ڪري هن ڍنڍ کي شڪر ڍنڍ سڏيو وڃي ٿو. جڏهن ته هن ڍنڍ جي نالي بابت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو ته: "لفظ سڪرنڊ، شڪر ڍنڍ جي بگڙيل صورت آهي، جيڪو هن شهر تي پيو."

مير فتح علي خان جو ميرن جي دؤر ۾ جوڙايل شهر فتح آباد به هن ڍنڍ جي ڪناري تي آباد هو. جڏهن ته مير فتح علي خان شڪار لاءِ هتي ڪئمپ پڻ قائم ڪئي. ان دؤر ۾ هتي پکي، مڇي، لوڙهه، ڪُم، ٻيڻ ۽ پلو عام جام هو. جڏهن ته سياري جي مند ۾ هتي پرڏيهي پکي پڻ اچي لهندا هئا. ڍنڍ جي ماحول، آبهوا ۽ نظارن سبب مير صاحب ڍنڍ اندر موجود هڪ ٻيٽاريءَ تي عمارت پڻ جوڙائي، جنهن جو ذڪر مير عظيم الدين ٺٽويءَ هن طرح ڪيو آهي: "شڪر ڍنڍ جي وچ ۾ مير فتح علي خان ٽالپر جي حڪم سان ٻيٽاريءَ جي مٿان شاهي محلات اڏيل آهي." انگريزن جي دؤر ۾ درياهه ۾ چاڙهه سبب ٻوڏ جي پاڻيءَ کي ٻنجو ڏيڻ لاءِ سنڌو درياهه تي بچاءبند ٻَڌڻ ڪانپوءِ هيءَ ڍنڍ زوال پذير ٿي وئي، جڏهن ته 1927ع ۾ هن ڍنڍ مان پمپن وسيلي پاڻي ڪڍيو ويو ته جيئن ڍنڍ جي ويجهو تحقيق لاءِ هڪ زرعي فارم تيار ڪري سگهجي. جنهن ڪانپوءِ سرڪار طرفان ڍنڍ جي زمين اتان جي مقامي ماڻهن کي ورهائي ڏني وئي ۽ موجوده وقت ۾ اتي سڪرنڊ شهر آباد ٿي چڪو آهي.

**شورن واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ حيدرآباد ۾ گنجي ٽڪر جي اوپر طرف ڳوٺ ڪٽڙ ويجهو واقع آهي. جڏهن ته شورن جي ڳوٺ ويجهو اتر طرف هئڻ ڪري ان کي 'شورن جي ڍنڍ' جي نالي سان پڻ سڏيو وڃي ٿو. پر ڪجهه مقامي ماڻهو هن کي 'سون ڪن' به سڏين ٿا. هن ڍنڍ جي ڀرجڻ جو اهم ذريعو گنجي ٽڪر مان وهي ايندڙ برساتي نئن ۽ ڍورن جو پاڻي آهي.

**صدوري ڍنڍ:** سنڌ جي هڪ قديم ڍنڍ ضلعي سانگهڙ جي تعلقي چوٽياريون ۾ ڳوٺ ڦليل کان اولهه پاسي ٽن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. هن ڍنڍ جو پراڻو نالو 'چنڊي جي ڍنڍ' آهي. هن ڍنڍ جي حوالي سان هڪ ڏندڪٿا مشهور آهي ته: "هڪ ڀيري سورهيه بادشاهه هن ڍنڍ تي شڪار ڪري رهيو هو ۽ فقيرن کان ڍنڍ جي نالي بابت پڇيائين فقيرن ڪيس ٻڌايو ته هن کي 'چنڊي جي ڍنڍ' سڏين ٿا. تنهن تي پاڻ

سنڌ جون ڍنڍون

وراڻيائون ٿا. ”اهڙي خوبصورت ۽ من موهيندڙ ڍنڍ کي ’ڇنڊي جي ڍنڍ‘ سڏڻ نامناسب آهي“. جنهن بعد سورهيه بادشاهه ان جو نالو ’صدوري‘ رکيو ۽ هيءَ ڍنڍ انهيءَ نالي سان سڏجڻ لڳي. ٽي ڪلوميٽر ويڪر ۽ ڇهه ڪلوميٽر ڊيگهه رکندڙ هن ڍنڍ ۾ آبي جيوت ڪانسواءِ جهجهي تعداد ۾ ڪيترن ئي قسمن جي مڇي ٿئي ٿي، جنهن ۾: ڪرڙو، گائينرو، موراکي ۽ سرهيو شامل آهن. جڏهن ته سياري جي مند ۾ هن ڍنڍ تي ڏيهي توڙي پرڏيهي پکي گهڻي تعداد ۾ لهي ٿو پر انهن جي مسلسل شڪار سبب انهن جي آمد ۾ گهٽتائي اچي وئي آهي. هيءَ خوبصورت ۽ من موهيندڙ ڍنڍ پنهنجي علائقي ۾ مقامي ماڻهن لاءِ تفريحي ماڳ پڻ بڻيل آهي.

**ڪاڇڙي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ تعلقي وارهه ضلعي قنبر شهدادڪوٽ ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ جي نالي بابت مشهور آهي ته سمن جي حڪمرانيءَ ۾ ڪڇڙ ذات سان واسطو رکندڙ قبيلو هن ڍنڍ تي آباد هو ۽ ان قبيلي جي ڪري هن ڍنڍ تي اهو نالو پيو. جيڪي وقت گذرڻ سان گڏ پاڻ کي ڪڇي سڏائڻ لڳا. هيءَ ڍنڍ بچابند کان اولهه ۾ بدام ڍنڍ، ساروهه ڍنڍ ۽ حمل ڍنڍ جي سلسلي سان ڳنڍيل آهي. جڏهن ته هيءَ ڍنڍ برسات جي موسم ۾ نئيون وهي اچڻ ڪري ڀربي آهي ۽ قنبر شهدادڪوٽ ۽ ميروخان جي شهر جو ڪارو ۽ گندو پاڻي پڻ هن ڍنڍ ۾ نيڪال ٿيندو آهي.

هن ڍنڍ جي ڏکڻ طرف بدام ڍنڍ، اتر ۾ حمل ڍنڍ ۽ اولهه ۾ ڪيرٿر جبل آهي. جڏهن ته ٻوڏ جي صورت ۾ هن ڍنڍ جو پاڻي ڇنڊڻ واهه ۾ ڇڏيو ويندو آهي، جيڪو انگريز راڄ ۾ ڪاڇڙي ڍنڍ جي آخري ڇيڙي تي ٺهيل دروازن مان ڇوڙ ڪندو آهي. اڳاٽي دؤر ۾ هيءَ مشهور شڪار گاهه پڻ هئي، جتي ڪيترائي پکي سياري جي مند ۾ پرڏيهه کان ايندا هئا. جن ۾: ڊگوش، نيرڳي، چيڪلو، آڙي، لنگهه، ڏونري، ٻهاڙ، ڳهٽو ۽ ٻيا شامل هئا. پر هن وقت مقامي شهرن جو گندو ۽ سم جو زهريلو پاڻي جڏهن حمل ڍنڍ ۾ ڇوڙ ڪيو ويو، ان ڪري بدام، ساروح، حمل، منڇر ۽ ڪاڇڙي ڍنڍ ماحولياتي آلودگيءَ جو شڪار ٿيون. جنهنڪري پرڏيهي پکين جي آمد ۾ گهٽتائي اچڻ سان گڏ اتان جي مقامي آبادي پڻ لڏپلاڻ ڪري وئي. سرڪاري تحويل ۾ هجڻ باوجود هن ڍنڍ تي اُتان جي مقامي ۽ بااثر رهواسين جو قبضو آهي.

**ڪاري يا ڦٽو ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي ٽنڊي محمد خان جي تعلقي بلڙي شاهه ڪريم ۾ لاڪات ڳوٺ جي ويجهو واقع آهي. هيءَ ڍنڍ سنڌونديءَ جي ڇڏيل وهڪري سبب وجود ۾ آئي، جنهن ۾ پکي گهٽ ۽ مڇي جهجهي مقدار ۾ ملي ٿي، انهيءَ سبب مقامي ماڻهن لاءِ روزگار جو وسيلو هئڻ ڪانسواءِ تفريح ماڳ پڻ آهي.

**ڪاڪاهو ڍنڍ:** سنڌ جي خوبصورت ڍنڍ ڪپري شهر کان پنجويهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ضلعي سانگهڙ ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ جي نالي بابت تاريخي ڪتابن مان ڪا به ڄاڻ نه ٿي ملي، جڏهن ته لفظ ’ڪاڪاهو‘ جي لغوي معنيٰ جهدوجهد يا اوڪائي آهي. هن ڍنڍ کي مڪيءَ جي ڍنڍن ۾ نمايان حيثيت حاصل آهي. هتي سياري جي مند ۾ ڪيترائي ڏيهي ۽ پرڏيهي پکي، جن ۾: ڪيٽائي، آڙي ۽ نيرڳي اچي لهندا آهن. جڏهن ته مقامي ماڻهن جي روزگار جو وسيلو پڻ ڍنڍ تي آهي، جتان هو مڇيءَ جو شڪار ڪري مختلف شهرن ۾ وڪرو ڪندا آهن.

منڍ پاڻيءَ جي هن ڍنڍ جو دارومدار برسات جي پاڻيءَ تي آهي، جڏهن ته مقامي ماڻهو هتان جي پاڻيءَ کي استعمال پڻ ڪندا آهن. چوڏاري پٽن ۾ واقع هن ڍنڍ جي سونهن پسڻ لاءِ ڪيترائي سياح ٽولن جي صورت ۾ ايندا آهن. پر سياحن جي سهولت ۽ هن ڍنڍ جي ترقيءَ لاءِ سرڪار پاران ڪي به اُپاءَ نه ورتا ويا آهن، جنهن سبب هيءَ ڍنڍ سياحتي ماڳ طور مشهوري ماڻي نه سگهي آهي.

**ڪراڙ ڍنڍ:** سنڌ جي هيءَ قديم ڍنڍ ڀٽ شاهه شهر تعلقي هالا، ضلعي مٽياريءَ ۾ واقع آهي. سنڌو درياهه جڏهن هالا پراڻا کان ٿيندو ڀٽ شاهه کان گذري، نصرپور وٽان ٿيندو ٽنڊي ۾ وڃي ڇوڙ ڪندو هو تنهن وقت ۾ ڀٽ وٽ ڪراڙ جو ’ڪُن‘ مشهور هو. جنهن ۾ ڪيترائي ٻيڙا ٻڏي ويندا هئا. ان زماني ۾ ڀٽ جو ڳوٺ ٻن حصن ۾ ورهايل هو. جن کي ڏکڻ ڀٽ شاهه ۽ اتر ڀٽ شاهه سڏيو ويندو هو. هيءَ ڍنڍ سنڌو درياهه جي رخ مٽائڻ ڪري وجود ۾ آئي. جنهن ۾ بعد ۾ علي واهه ذريعي پاڻي پهچايو ويندو هو ۽ برسات جي مند ۾ درياهه جي چاڙهه سبب به هيءَ ڍنڍ پاڻيءَ سان ڀرجي ويندي هئي، جنهنڪري هتي ڪيترائي ڏيهي توڙي پرڏيهي پکي پڻ ايندا هئا.

ڪراڙ ڍنڍ جو هڪ ڏيک



ڪلهوڙن جي دؤر ۾ ڀٽ شاهه شهر جي ڏکڻ طرف ڇهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ساگرو نالي واهه کوٽرايو ويو ۽ ٻيو ڀٽ شاهه شهر کان اُتر ۾ ’سارنگ‘ نالي واهه کوٽرايو ويو. هن ڍنڍ کي پاڻي پهچائڻ لاءِ ’ساگري‘ مان هڪ ننڍو واهه ڪڍيو ويو. جنهنڪري هن ڪُن ڍنڍ جي شڪل اختيار ڪري ورتي. ڪلهوڙن ۽ بعد ۾ ٽالپرن جي حڪمرانيءَ واري زماني ۾ هن ڍنڍ کي ٽن طرفن کان ڪوٽ ڏنل هوندو هو. جڏهن انگريزن جي دور ۾ سنڌ جو وڏو بئراج سکر ۾ ٺهيو ته سنڌ ۾ هڪ وسيع آبپاشي نظام وجود ۾ آيو ۽ ڀٽ شاهه شهر جي اولهه ڏکڻ ۾ ڪڍيل ’تارا شاخ‘ مان هن ڍنڍ کي پاڻي ملڻ لڳو ۽ ڍنڍ ڀٽ جي ڏکڻ طرف ئي محدود ٿي وئي.

ڪراڙ ڍنڍ کي اهميت سنڌ جي مشهور شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪري پڻ آهي. هن جڏهن هن ڍنڍ جي ڪنڌيءَ تي ديرو ڄمايو ته سندن مريدن هن ڍنڍ مان مٽي ڍوئي ڀٽ تي هڪ وسيع ٽلهو ٺاهيو. شاهه صاحب جي هن ڍنڍ جي فطرتي حسن سان گهري دلچسپي رهي آهي ۽ هن ڍنڍ جا نظارا، اُن ۾ موجود گل، ٻيڙ، وڻ ٻوٽا ۽ پکي

سنڌ جون ڍنڍون

ڪيس پاڻ ڏانهن متوجهه ڪندا هئا. ڪراڙ ڍنڍ جو ذڪر سنڌس رسالي ۾ ملي ٿو:

سارنگ سائي سِٽَ، جهڙي لالي لاڪ جي،
ايئن سي اُهن انگيا، جئن سي جُنيءَ ڇٽ،
برسيو پاسي پِٽَ، پريائين ڪُن ڪِراڙ جا.

اها به روايت آهي ته شاهه سائين پنهنجو ڪيترو ڪلام ڪراڙ ڍنڍ ۾ اڇلايو هو. هيءَ ڍنڍ هن وقت نه فقط شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ڪري مشهور آهي، پر سنڌ جي قومي شاعر شيخ اياز جي مزار به هن جي ڪنڌيءَ تي موجود آهي. اڄڪي هلي ڪراڙ ڍنڍ ماحولياتي گدلاڻ سبب زوال پذير ٿي وئي. پر تازو ثقافت کاتي ان جي صفائي ڪرائي ان کي تفريحي ماڳ ۾ تبديل ڪرايو آهي.

**ڪري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ دادو تعلقي جي ڳوٺ سيتا ويجهو واقع آهي. سنڌونديءَ جي چاڙهه وارن ڏينهن ۾ هيءَ ڍنڍ ڀرجندي هئي، پر موجوده وقت ۾ پاڻي جي اڻاٺ سبب هيءَ ڍنڍ سوڪهڙي جو شڪار آهي.

**ڪَڪڙ ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادو جي تعلقي خيرپور ناٿن شاهه ۾ ڪڪڙ شهر ويجهو واقع آهي. آڳاٽي زماني ۾ هن ڍنڍ کي ’ڪاڪا سپور‘ جي نالي سان پڻ سڏيو ويندو هو. هيءَ ڍنڍ موجوده وقت ۾ ماحولياتي گدلاڻ سبب پنهنجي اهميت وڃائي ويٺي آهي، جڏهن ته سندس انتظام فشريز کاتي حوالي آهن.

**ڪلاچ ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ سنڌ جي تاريخي ۽ قديم ڍنڍ ضلعي سانگهڙ جي تعلقي ناري ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ جي ڊيگهه چار ڪلوميٽر ۽ ويڪر اڌ ڪلوميٽر آهي، جڏهن ته هن ڍنڍ جي نالي جي نسبت سان چيو وڃي ٿو ته، ”هن ڍنڍ جي وچ ۾ هڪ وڏو ’ڪُن‘ هوندو هو، جنهنڪري هن ڍنڍ کي ’ڪلاچ‘ سڏيو ويو. هن ڍنڍ جي حوالي سان هڪ ٻي روايت مشهور آهي ته ورهاڱي کان اڳ هندستان ۾ سنڌ اندر جاري ’حُر تحريڪ‘ دوران فرنگين سان حُر مجاهدن جي جوٽيل جنگين ۽ معرڪن ۾ شهيد ٿيل حر مجاهدن کي انگريز ڪلاچ ڍنڍ جي ڪُن ۾ اڇلي ڇڏيندا هئا. موجوده وقت ۾ ڪلاچ ڍنڍ ۾ پکي گهٽ لهن ٿا، پر مڇي گهڻي تعداد ۾ شڪار ٿئي ٿي. هيءَ ڍنڍ مقامي رهواسين جي روزگار جو وسيلو پڻ بڻيل آهي، جڏهن ته هن ڍنڍ جو انتظام فشريز کاتي جي حوالي آهي.

**ڪلري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ حيدرآباد ضلعي ۾ گنجي ٽڪر جي اوير ۾ ڳوٺ ڪٽڙ ويجهو واقع آهي. هن ڍنڍ سان گڏ پاپيڙو ڍنڍ به آهي، ان ڪري هن کي پاپيڙو ڍنڍ به سڏيو وڃي ٿو هڪ مقامي روايت موجب، ”هن ڍنڍ ۾ سر يا ڪلر وارو پاڻي ڇڏيو ويندو هو ان ڪري ان کي ڪلري سڏيو وڃي ٿو.“ ڪلري ڍنڍ برساتن جي مند ۾ گنجي ٽڪر تان پاڻي وهي اچڻ ڪري وجود ۾ آئي. هن ڍنڍ تي پکي گهٽ واهيرو ڪندا آهن، پر مڇي جهجهي تعداد ۾ پيدا ٿئي ٿي، جنهن کي ڀرپاسي جي مختلف شهرن ۾ وڪرو ڪيو ويندو آهي. هيءَ ڍنڍ مقامي ماڻهن جي روزگار جو ذريعو هئڻ سان گڏ تفريحي ماڳ پڻ آهي.

**ڪنڊياري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ دادو ضلعي جي تعلقي جوهيءَ ۾ ڳوٺ بهاولپور ويجهو ۽ شهيد مخدوم بلاول جي مزار کان اولهه طرف 8 ڪلوميٽر جي مفاصلي تي واقع آهي. پنهنجي اوج واري زماني ۾ هن ڍنڍ مان ڪيترائي مڻ مڇي شڪار ٿيندي هئي ۽ ان جي ايراضي 150 ايڪڙن تي مشتمل هئي، جنهن ۾ ٻيڙيون پڻ موجود هونديون هيون. هن وقت الهندي ناري جو M.N.V.D ٿيڻ ۽ ناري جي ٻنهي پاسن کان بند اچڻ سبب هيءَ ڍنڍ پاڻي نه ملڻ ڪري ويران ٿي وئي آهي. ڪنڊياري ڍنڍ موجوده وقت فشريز کاتي جي تحويل هيٺ آهي.

**ڪنڊي چڪيءَ جي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادوءَ جي تعلقي خيرپور ناٿن شاهه ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ جي ڪنڌيءَ تي ڳوٺ چڪي موجود آهي، جنهن جي نسبت سان ڍنڍ تي اهو نالو پيو. ان نالي مان واضح آهي ته سنڌوندي چڪ ٿاهي سيتاري پراڻ ڏانهن قديم دؤر ۾ وهي آئي هئي. اهڙا نشان اڄ به هتي ملن ٿا، جتان سنڌوءَ جو وهڪرو جاڪياري تائين رسندو هو. پنهنجي اوج واري دؤر ۾ هن ڍنڍ ۾ مختلف نباتات سان گڏ مڇي به گهڻي تعداد ۾ ٿيندي هئي، جنهن کي مقامي ماڻهو مختلف شهرن ۾ وڪرو ڪندا هئا، جڏهن ته موجوده وقت آبي گدلاڻ ۽ وڌندڙ آباديءَ جي ڪري هيءَ ڍنڍ پنهنجي اهميت وڃائي، ڍوري جي شڪل اختيار ڪري چڪي آهي.

**ڪورائين واري ڍنڍ:** سنڌ جي هيءَ مشهور ڍنڍ تعلقي موري جي ديهه ڪورائيءَ ۾ موجود آهي ۽ ديهه جي نالي سان سڏجي ٿي. پنهنجي اوج واري دؤر ۾ هن ڍنڍ ۾ ڪيترن ئي قسمن جي مڇي پيدا ٿيندي هئي جنهن ۾: موراڪي، سينگاري، پاپليٽ ۽ فوجي شامل هئي. هن ڍنڍ کي علائقي ۾ نمايان حيثيت حاصل هئي، ان سان گڏ هتي پکي پڻ گهڻي تعداد ۾ اچي لهندو هو. جنهن ۾: ڊگوش، آڙي، نيرڳي، ٻوڙي، ڪانيرو، گولاڙو، ٻرهي، گڊو وهر ۽ ڏوريو شامل هئا، پر پکين جي مسلسل شڪار سبب انهن جي آمد ۾ گهٽتائي اچي وئي آهي. هيءَ ڍنڍ موجوده وقت ۾ ماحولياتي گدلاڻ ۽ پاڻيءَ جي اڻاٺ سبب مڪمل طور زوال پذير ٿي چڪي آهي.

**ڪينجهر ڍنڍ:** سنڌ جي ٺٽي ضلعي ۾ موجود هن تاريخي ڍنڍ جو شمار سنڌ جي خوبصورت ۽ تفريحي ڍنڍن ۾ ٿئي ٿو. مٺي پاڻيءَ جي هن ڍنڍ جي ايراضي 35 هزار هيڪٽرن تي مشتمل آهي ۽ ڍنڍ ۾ پاڻيءَ جي گنجائش 0.52 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. هيءَ ڍنڍ ويڪر ۾ ڇهه ڪلوميٽر ۽ ڊيگهه ۾ 23 ڪلوميٽر آهي. جڏهن ته ان جي گهرائي 80 کان 90 فوٽ تائين آهي. شروعات ۾ سونهري ۽ ڪينجهر ٻه الڳ ڍنڍون هيون. جڏهن برسات سبب درياهه ۾ چاڙهه ايندو هو ۽ جابلو سلسلي مان نديون ۽ نالا وهي ٻنهي ڍنڍن ۾ ڇوڙ ڪندا هئا ته ٻئي ڍنڍون ملي هڪ ٿي وينديون هيون ۽ اتي جا رهواسي چوندا هئا ته: ”ڪينجهر ۽ سونهريءَ لائون لڏيون آهن.“

ڪينجهر ڍنڍ ۾ پاڻيءَ جو سڀ کان وڏو وسيلو ڪوٽڙي بئراج مان نڪرندڙ واهه ڪلري بگهاڙ آهي، جنهن کي ڪراچي واهه پڻ چيو وڃي ٿو ان کانسواءِ ڪوهستان جون ڪجهه نئيون ۽ ڍورا پڻ هن ڍنڍ ۾ ڇوڙ ڪن ٿا، جن ۾: سوڙهه، لوباڃ، ٻاڙي، هرولهو، ڍور، نيهون، ڪارڙي، ڪٽڙي، ڪرنجهڙو، لوهيرو، پار وارو وغيره شامل آهن. هيءَ ڍنڍ نه فقط ڪراچيءَ جي شهرين لاءِ پاڻيءَ جو هڪ اهم ذريعو آهي، پر هن صنعتي شهر جي هزارين ڪارخانن کي پاڻي رسائڻ جو وڏو وسيلو آهي. هن ڍنڍ ۾

سنڌ جون ڍنڍون

سير ۽ تفريح خاطر موڪلن جي ڏينهن ۾ عام ماڻهو گهمڻ ايندا آهن، جن جي سهولت لاءِ پاڪستان ٽوئرزم، سنڌ فشريز کاتي، آبپاشي کاتي، سنڌ وائيلڊ لائف کاتي ۽ ڪلچر ڊپارٽمينٽ، ريسٽ هائوس، ريسٽورنٽ ۽ هٽ (huts) ٺهرايا آهن.



ڪينجهر ڍنڍ جو هڪ ڏيک

سنڌ جي هيءَ مشهور ڍنڍ هن وقت ماحولياتي گدلاڻ جو پڻ شڪار آهي. ڪوهستان جي علائقي نوري آباد ۾ 1980ع واري ڏهاڪي ۾ قائم ٿيل صنعتي علائقي جي ڪارخانن مان خارج ٿيندڙ زهريلا ڪيميائي مادا نَئِن لوياچ ۽ ٻين نئن وسيلي هن ڍنڍ ۾ داخل ٿين ٿا ۽ ان ڪانسواءِ ڄامشوري ضلعي جي ڪوٽڙي تعلقي ۾ موجود سوين صنعتي ڪارخانن جو زهريلو مادو پڻ ڪلري بگهاڙ ذريعي ڪينجهر ۾ داخل ٿئي ٿو جنهن ڪري ڍنڍ ۾ مڇي جي پيداوار تي هاڃيڪار اثر پيا آهن. ان ڪان سواءِ هتي ايندڙ سياحن پاران گند ۽ ڪچرو پڻ اڇلايو وڃي ٿو ۽ ڍنڍ ۾ هلندڙ موٽر بوٽس پڻ ماحول کي آلوده ڪرڻ جو سبب بڻجي رهيا آهن. 1976ع ۾ هن ڍنڍ کي رامسر سائيٽ قرار ڏنو ويو ۽ بعد ۾ ڪيس سنڌ وائيلڊ لائيف پروٽيڪشن آرڊيننس ذريعي جهنگلي جيوت جي تحفظ وارو هنڌ پڻ قرار ڏنو ويو.

سنڌو درياهه جي ساڄي ڪپ تي آباد هيءَ ڍنڍ لوڪ داستان جي ڪردار نوري ڄام تماچي سبب پڻ مشهور آهي. روايت موجب ڄام تماچي فارغ وقت ۾ شڪار به ڪندو هو، جنهن دوران سندس نظر ڪينجهر ڍنڍ تي مڇي ماريندي نوري مهاڻي تي پئي ۽ ان جي حسن تي موهت ٿيو بعد ۾ ساڻس شادي به ڪيائين. ڄام تماچي جي ماڙي جا آثار اڄ به هن ڍنڍ جي پرسان واقع آهن. جڏهن نوري مهاڻي جي مزار ڪينجهر ڍنڍ ۾ موجود هڪ ٽڪري تي آهي. هن ڍنڍ جو ذڪر 'شاهه جي رسالي' جي 'سُر ڪاموڏ' ۾ ملي ٿو شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيو آهي ته:

هيٺ جر مٿي مڇ، پاسي ۾ وٽراءِ،
اچي وڃي وچ ۾، تماچيءَ جي ساءِ،
لڳي اُتر واءِ، ته ڪينجهر هندورو ٿئي.

**ڪاڻوٽ ڍنڍ:** هيءَ قديم ڍنڍ ضلعي ڄامشوري جي تعلقي ڪوٽڙي ۾ ڪاڻوٽ شهر جي اوڀر ۾ واقع آهي. روايت موجب اصلي ڪاڻوٽ شهر ڪنهن دؤر ۾ هاڻوڪي ڪاڻوٽ شهر ڪان اوڀر طرف هو جنهن کي درياهه پائي ويو ۽ هيءَ ڍنڍ درياهه جي پراڻ آهي. تاريخي حوالن مان ڄاڻ ملي ٿي ته شاهه بيگ ارغون ٺٽي ڪان سيوهڻ ويندي هن ڍنڍ جي ڪناري رات رهيو هو. ملي پاڻي جي هن ڍنڍ ۾ مڇي گهڻي تعداد ۾ ملي ٿي. فشريز کاتي پاران هن ڍنڍ کي هر سال نيلام ڪيو ويندو آهي.

**ڪرل ڍنڍ:** هي ڍنڍ تعلقي دادو جي ڳوٺ ڪرل ۾ واقع آهي. جڏهن ته هن ڍنڍ جي نيلامي فشريز کاتي وارا ڪندا آهن.

**ڪوڪرن واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ديهه ڪوڪر تعلقي موري ۾ ڦٽل صورت ۾ موجود آهي. ديهه ڪوڪر جي نالي جي نسبت سان سڃاپندڙ هن ڍنڍ ۾ ڪيترن ئي قسمن جي مڇي شڪار ٿيندي هئي، جن ۾: ڪرڙو، لُهر، منڍو، شاڪر، ڳائينرو ۽ پاپليٽ شامل هئي. جڏهن ته سياري جي مند ۾ سائيبريا ڪان ڪيترائي پکي هتي اچي واهيرو ڪندا هئا. هي ڍنڍ درياهه جي وهڪري سبب وجود ۾ آئي، پر هن وقت سرڪار جي عدم توجهه ۽ پاڻي ڪوٽ سبب ويران ٿي وئي آهي.

**ڪيرواري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي سانگهڙ تعلقي ڄونيارين ۾ واقع آهي. سندس پکيڙ اٽڪل ڇهن چورس ميلن تي مشتمل آهي. هن ڍنڍ جي نالي بابت روايت آهي ته هتي گهاٽن وڻن جو جهنگ هو جتي خليفي علي محمد ساند (ڏڏر واري خليفو) وٽ وڏي تعداد ۾ چوپايو مال هو. هو مينهن ۽ ڍڳين کي صبح جو ڏهڻ ويهندو هو ته رات پئجي ويندي هئي. تمام گهڻي ڪير سبب گهر جا سمورا ٿانو پرجي ويندا هئا ۽ باقي بچيل ڪير ڍنڍ ۾ هاريو ويندو هو جنهنڪري هن ڍنڍ جو نالو 'ڪير واري ڍنڍ' پئجي ويو. هن ڍنڍ ۾ اڳاٽي دؤر ۾ گهڻي تعداد ۾ مڇي پيدا ٿيندي هئي، جنهن کي مقامي ماڻهو شڪار ڪري ڀرپاسي جي شهرن ۾ واهڻن ۾ وڪرو ڪندا هئا ۽ هتي سياري جي مند ۾ ڏيهي توڙي پرڏيهي پکي پڻ جهجهي تعداد ۾ ايندا هئا. موجوده وقت ۾ هيءَ ڍنڍ ماحولياتي گدلاڻ سبب پنهنجي اهميت وڃائي ويٺي آهي، جڏهن ته سندس انتظام فشريز کاتي وٽ آهي.

**ڪيڙن واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ تعلقي ڪنڊياري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ واقع آهي. هي ڍنڍ درياهه جي گس مٽائڻ سبب وجود ۾ آئي، جڏهن ته هن وقت ڪيس بئراجن وسيلي پاڻي مهيا ڪيو ويندو آهي. جنهن سبب هن ڍنڍ تي ڏيهي پکين سان گڏ پرڏيهي پکي به لهندا آهن ۽ مڇي پڻ گهڻي تعداد ۾ ٿيندي آهي، جنهنڪري مقامي سرڪار هن ڍنڍ جي هر سال نيلامي ڪندي آهي.

**گائنچا ڍنڍ:** هيءَ قديم ڍنڍ ڄامشوري ضلعي جي تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ گائنچا ڳوٺ پرسان آهي. پراڻي دؤر ۾ هي ڍنڍ 'اونهي' جي نالي سان سڏبي هئي، پر گائنچا ڳوٺ آباد ٿيڻ سبب هن کي گائنچا ڍنڍ سڏيو ويندو آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇيءَ جا ڪيترائي قسم ٿين ٿا، جن ۾: سوني، چتوهڻ، ڪڳو ديو سرهيو، موري ۽ اوڱي شامل آهن. جڏهن ته ڏيهي پکين سان گڏ پرڏيهي پکي پڻ هتي اچي واهيرو ڪندا آهن. جن ۾: نيرڳي، آڙي، ٽنيهر، ڳنوائي، پيهوڙي، رتبو ۽ سينڊار شامل آهن. گائنچا ڍنڍ هن وقت فشريز کاتي جي تحويل هيٺ آهي.

**گڇيرو ڍنڍ:** سنڌ جي هيءَ قديم ۽ تاريخي ڍنڍ تعلقي موري ضلعي نوشهري فيروز ۾ درياهه جي پرسان گڇيري ڳوٺ ۾ ڦٽل آثارن جي صورت ۾ موجود آهي. هن ڍنڍ کي مير معصوم بکريءَ 'تاريخ معصوميءَ' ۾

'گجري' جي نالي سان سڏيو آهي. جڏهن ته عرب هن کي 'ڪجر' سڏيو آهي. پر تاريخي حوالن مان ڄاڻ ملي ٿي ته جڏهن ڳچيرو شهر درياهه جي ڪنڌيءَ تي آباد ٿيو ته هن ڍنڍ جو نالو به ڳچيرو پئجي ويو. برهمڻ دؤر کان هي آباد قديم ڍنڍ درياهه جي وهڪري سبب وجود ۾ آئي. جنهن ۾ هڪ وهڪرو تاريخي شهر ۽ ڪلهوڙن جي تختگاهه خداآباد جي اوير ۾ هو ۽ ٻيو وهڪرو پراڻ هو. جيڪو هن ڍنڍ جي وجود جو سبب بڻيو. جڏهن ته راجا ڏاهر پنهنجي حڪومت ۾ هن ڍنڍ جي ڏکڻ پاسي هڪ قلعو پڻ تعمير ڪرايو هو. جنهن جي سنيال 'جاسين شمني' جي حوالي هئي. پنهنجي اوج واري زماني ۾ هن ڍنڍ ۾ ڪيترن قسمن جي مڇي ۽ ٻي آبي جيوت ٿيندي هئي. جڏهن ته ڪيترن ئي قسمن جا ڏيهي توڙي پرڏيهي پکي واهيرو ڪندا هئا. ڳچيرو ڍنڍ هن وقت مڪمل طور ختم ٿي چڪي آهي. پر درياهه جي چاڙهه وارن ڏينهن ۾ هيءَ پرجي ويندي آهي.

**گبو ناريجي واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ تعلقي قمبر ضلعي قمبر شهداد ڪوٽ ۾ واقع آهي. مٺي پاڻيءَ جي هيءَ ڍنڍ، درياهه جي وهڪري سبب وجود ۾ آئي. جڏهن ته هن وقت ڪيس بئراج وسيلي پاڻي مهيا ڪيو وڃي ٿو. ڇئن ميلن جي ايراضيءَ تي پکڙيل هن ڍنڍ ۾ مڇي گهڻي مقدار ۾ ٿئي ٿي، جنهن کي مقامي رهواسي مختلف شهرن ۾ وڪرو ڪري گذر بسر ڪندا آهن. هيءَ ڍنڍ تفريحي ماڳ پڻ آهي.

**گنجا ٿوڙها ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ڳوٺ گنجا ٿوڙها، ديهه گنجا، تعلقي دادوءَ ۾ واقع آهي. محققن موجب هيءَ ڍنڍ درياهه جي رخ مٽائڻ ڪري وجود ۾ آئي. جڏهن ته هن وقت هن کي بئراجن وسيلي آباد ڪيو وڃي ٿو. هن ڍنڍ تي ڪيترائي پکي لهندا آهن. جن ۾: نردول، سري ڪانيو، ٻگهه، ڪانئرو، ڪيٽاني، تر ۽ ٻيا شامل آهن. جڏهن ته ٻِهه، ٻيڻ، ڪُم کان علاوه مڇي به گهڻي تعداد ۾ ٿئي ٿي، جنهن ۾: وانڄ، ڄرڪوڙ، گوج، ڇلي ۽ منڍو شامل آهن. مسلسل شڪار سبب پکين جي آمد مڪمل طور تي ختم ٿي وئي آهي. هيءَ ڍنڍ موجوده وقت سرڪار جي تحويل هيٺ آهي ۽ هر سال اُن جي نيلامي ڪئي ويندي آهي.

**گوپانگ ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي ڄامشوري، تعلقي ڪوٽڙي ۾ واقع آهي. ڪيس 'ڪاسائي' جي نالي سان پڻ سڏيو ويندو آهي. هيءَ ڍنڍ سنڌونديءَ جي اڳوڻي ڇڏيل وهڪري سبب وجود ۾ آئي. هن ڍنڍ ۾ مڇي ڪيترن ئي قسمن جي پيدا ٿئي ٿي، ان ۾: ڪرڙو، سينگاري، ڦوجي، ڄرڪو، ڪڳو، اوتي ۽ پوپرو شامل آهن. جڏهن ته هتي سياري جي مند ۾ سائيبريا ۽ ٻين علائقن جا ڏيهي ۽ پرڏيهي پکي واهيرو ڪندا آهن. جن ۾ ڏگهوش، نيرڳي، آڙي، ڪوڪراٽ، ٻگهه، گولاڙو، ٻگ ۽ رتنبو شامل آهن. پر پکين جي مسلسل شڪار سبب انهن جي آمد مڪمل طور تي ختم ٿي وئي آهي. گوپانگ ڍنڍ مقامي رهواسين لاءِ معاشي وسيلو هئڻ سان گڏ تفريحي ماڳ پڻ آهي.

**ڳموري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ تعلقي ۽ ضلعي عمرڪوٽ ۾ شهر عمرڪوٽ کان 8 ڪلوميٽر اولهه ۾ واقع آهي. هيءَ قديم ۽ تاريخي ڍنڍ موجوده وقت ۾ سوڪهڙي جو شڪار آهي، پر برسات جي مند ۾ پربي آهي. هن ڍنڍ جي حوالي سان اهو پڻ مشهور آهي ته جڏهن راڻو مومل کي نه ماڻي سگهيو ته فقير بڻجي هن ڍنڍ تي اچي رهيو. هن ماڳ تي ڏونرپٽي، سينهڙو، راڻو ۽ همير سومرو ڏماچاڻي شڪار ڪندي اچي پاڻ ۾ مليا هئا. هن ڍنڍ جي نالي سان چيو وڃي ٿو ته 'ڳمري' نالي مهاڻيءَ پنيان سندس نالو پيو. پنهنجي اوج واري زماني ۾ هن ڍنڍ مان ڪيترائي ايڪڙ زمين آباد ڪئي ويندي هئي. جڏهن ته موجوده وقت ۾ هيءَ ڍنڍ سڪي وئي آهي.

**گهارو گنب ڍنڍ:** هيءَ قديم ڍنڍ ضلعي نوشهرو فيروز، تعلقي موري جي ديهه گچيري ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ کي 'گهارو ڍنڍ' به سڏيو وڃي ٿو جڏهن ته هن ديهه جو حوالو چچنامي ۾ پڻ موجود آهي. اڳوڻي دؤر ۾ هن ڍنڍ ۾ مڇي جهجهي تعداد ۾ هئڻ سبب ڪيس گهڻي اهميت حاصل هوندي هئي. ڇاڪاڻ ته هتان جا مقامي رهواسي مڇيءَ جو شڪار ڪري مختلف شهرن ۾ وڪرو ڪندا هئا، جنهنڪري هيءَ ڍنڍ انهن جي روزگار جو وسيلو پڻ بڻيل هئي. هيءَ ڍنڍ هن وقت پاڻيءَ جي گهٽتائيءَ سبب زوال پذير ٿي وئي آهي.

**گهانگهري ڍنڍ:** سنڌ جي هيءَ خوبصورت ڍنڍ ضلعي سانگهڙ جي تعلقي ناري ۾ واقع آهي. پکيڙ جي لحاظ کان هيءَ ڍنڍ ويڪر ۾ هڪ ڪلوميٽر ۽ ڊيگهه ۾ ٽي ڪلوميٽر کن ٿيندي. هن ڍنڍ ۾ مڇي جهجهي تعداد ۾ مري ٿي، جڏهن ته هيءَ ڍنڍ مڪيءَ جي ڍنڍن ۾ پڻ پنهنجي خوبصورتيءَ جي لحاظ کان اهميت رکي ٿي.

**گهڙو ڍنڍ:** هي ڍنڍ ضلعي دادوءَ جي ميهڙ تعلقي ۾ راڏڻ اسٽيشن جي اوير ڏکڻ طرف واقع آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇي جهجهي تعداد ۾ شڪار ٿئي ٿي ۽ فشريز کاتي وارا گهڙو ڍنڍ کي هر سال نيلام ڪندا آهن.

**گهنرهه ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ دادو تعلقي جي ميهڙ شهر کان ٻاويهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي اولهه طرف واقع آهي. هن ڍنڍ جي پکيڙ پنج ڪلوميٽر چورس آهي، جڏهن ته ان جي اولهه ۾ ڪجهه مفاصلي تي سنڌ جي مشهور اولياءِ عبدالله شاهه گودڙيي جي مزار آهي. هن بزرگ جي ميلي وارن ڏينهن ۾ ڍنڍ تي زيارتين جي آمد سبب رونق وڌي ويندي آهي ۽ هن ڍنڍ جي ويجهو هڪ قديم مندر پڻ زبون حالت ۾ موجود آهي. سنڌ ۽ بلوچستان صوبي کي ملائيندڙ رستو هن ڍنڍ جي ڊنگ تي هئڻ سبب ٻنهي صوبن مان ايندڙ سياح سير ۽ تفريح لاءِ ايندا آهن ۽ انهن جي سهولت خاطر هتي ٻيڙيون پڻ موجود آهن. گنهرهه ڍنڍ جي خوبصورتي ۽ بهتر ماحول سبب هتي مقامي پکي، جن ۾ تتر، ڪبوتر، ڪٻر، ڪانوَ، طوطا، ڪاٺ ڪٺو، مينا، جهرڪيون ۽ ٻيا پکي واهيرو اچي ڪندا آهن. ان کان سواءِ ڍنڍ جي آسپاس جانور پڻ وڏي تعداد ۾ موجود هوندا آهن، جن ۾ گدڙ، بگهڙ، لومڙ، ڇراغ، ڳورپٽ، هرڻ، سها ۽ ٿاڌها شامل آهن، جڏهن ته ڍنڍ تي مقامي پکين کانسواءِ ٻيا به ڪيترائي پکي اچي واهيرو ڪندا آهن، جن ۾ ڪونج، ٻدڪ، آڙي، نيرڳي، ڪهنگ، ڄاڃي لاکو ۽ ڪانيائو شامل آهن. پر پکين جي مسلسل شڪار سبب سندن آمد ۾ گهڻي ياڳي گهٽتائي اچي وئي آهي. هيءَ ڍنڍ مقامي ماڻهن ۽ سياحن لاءِ سير ۽ تفريح جو ماڳ هئڻ

سان گڏ روزگار جو وسيلو پڻ بڻيل آهي. مقامي رهواسي هتان پکي ۽ مڇي شڪار ڪري سنڌ جي مختلف شهرن ۾ وڪرو ڪندا آهن.

**لاکن جي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ دادو تعلقي ۾ ديهه پکو سيتا، تپي پاٽ ۾ ڦٽل حالت ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ جي اوج واري دؤر ۾ مڇي ۽ پکي گهڻي تعداد ۾ شڪار ٿيندو هو. جڏهن ته موجوده وقت ۾ هيءَ ڍنڍ سوڪهڙي جو شڪار آهي.

**لغارين بجراڻين واري ڍنڍ:** هي ڍنڍ نوشهري فيروز ضلعي جي تعلقي موري ۾ ديهه خيري ديري ۾ واقع آهي. ڪچي جي وڏي ايراضيءَ واري هن ڍنڍ کي ’مصري ڍنڍ‘ پڻ سڏيو ويندو آهي. مٺي پاڻيءَ جي هيءَ ڍنڍ درياهه جي ڇڏيل وهڪري سبب وجود ۾ آئي. جڏهن ته هن ڍنڍ تي اهو نالو لغارين ۽ بجراڻين جي ڳوٺ سبب پيو، جيڪو هن ڍنڍ جي اوڀر پاسي ڪناري تي آباد آهي. ٽالپرن جي دؤر ۾ هن ڍنڍ کي تمام گهڻي اهميت حاصل هئي. هن ڍنڍ ۾ مڇي، آبي جيوت ٿيڻ کان سواءِ ڏيهي توڙي پرڏيهي پکي گهڻي تعداد ۾ واهيرو ڪندا هئا، جن ۾: نيرڳي، ٻوڙ، ڊگهوش، هنج، ڦولارو، ڪرو ۽ ٻراڙو شامل آهن.

هيءَ ڍنڍ هن وقت ماحولياتي گدلاڻ سبب لٽجي وئي آهي، جڏهن ته وڌندڙ آباديءَ سبب هن ڍنڍ جو گهڻو حصو زمين طور استعمال هيٺ اچي ويو آهي ۽ موجوده وقت ۾ هن ڍنڍ تي اتان جي بااثر ماڻهن جو قبضو آهي.

**لنگهه ڍنڍ:** سنڌ جي هيءَ تاريخي ۽ قديم ڍنڍ تعلقي قنبر جي ٻن ڳوٺن ’پکي‘ ۽ ’خيرپور جُوسي‘ جي پر ۾ واقع آهي، جيڪا اوٺويهن هيڪٽرن تي ڦهليل آهي. انگريز دؤر کان آباد هن ڍنڍ کي پاڻي گنهور واهه مان ملي ٿو. هيءَ ڍنڍ پرڏيهي پکين لاءِ سياري جي مند ۾ هڪ وڏي آماجگاهه پڻ آهي، جتي هزارن جي تعداد ۾ مختلف قسم جا پکي اچي واهيرو ڪن ٿا، جن ۾: ڊگوش، ميري جهالائي، نيرڳي، چيڪلو، ٻهاڙ، ڳهڻو ڏونري، لنگهو آڙي، ٿوراندو وغيره قابل ذڪر آهن. جڏهن ته ڍنڍ ۾ ڦر، لوڙهه، ڪوٽي عام جام ٿين ٿيون. سرڪاري شڪارگاهه طور مشهور هن ڍنڍ تي ڪيترائي سياح، ملڪي توڙي غير ملڪي سربراهه شڪار خاطر آيا، جن ۾: ياسر عرفات، اردن جو بادشاهه شاهه حسين، جنرل ضياءالحق، صدر ايوب خان، ذوالفقار علي ڀٽو، سلطان النهيان، ڪرنل قذافي، ايران جو شهنشاهه رضا شاهه پهلوي، پير پاڳارو ۽ ٻيون اهم شخصيتون شامل آهن، جن جي سهولت، تفريحي ۽ رهائش خاطر ريسٽ هائوس ۽ پارڪ پڻ تعمير ڪرايا ويا.

هن وقت لنگهه ڍنڍ سرڪار طرفان ماحولياتي آلودگي ۽ عدم ڌيانيءَ سبب پنهنجي خوبصورتي وڃائي ويٺي آهي، جنهن سبب مڇيءَ جي پيداوار ۽ پکين جي آمد ۾ پڻ گهٽتائي اچي وئي آهي.

**لهور جي ڍنڍ:** سنڌ جي هيءَ قديم ڍنڍ قنبر تعلقي کان ست ڪلوميٽر پري ضلعي قنبر شهدادڪوٽ ۾ ڦٽل آثارن ۾ واقع آهي. مقامي روايت موجب ’لهور‘ ذات جو ڳائڻو ۽ ليلا جو پيءُ هو، جنهن جي نالي پٺيان هن ڍنڍ تي نالو پيو. جڏهن ته لهور جي نالي سان عمرڪوٽ ضلعي جي تعلقي ساماري ۾ پڻ تاريخي اُهڃاڻ ملن ٿا. جتي چنيسر بادشاهه جو تخت هو ۽ تاريخي حوالن موجب هن ڍنڍ کي سومرن جي ملڪيت ٻڌايو وڃي ٿو.

**ماڙين واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي سانگهڙ جي ڇوٽياريون تعلقي ۾ واقع آهي ۽ ٻقار ڍنڍ جي اُتر ۾ ڇهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. سندس پکيڙ ٽي ڪلوميٽر ڊيگهه ۽ اڌ ڪلوميٽر ويڪر تي مشتمل آهي. هن ڍنڍ تي نالو جوٽيجن جي ماڙين جي ڪري پيو، جيڪي آڳاٽي دؤر ۾ بانڪي خان ۽ محمد حيات جوٽيجي هن ڍنڍ جي حدن ۾ رهائش لاءِ جوڙايون هيون. هي علائقو به جوٽيجن جي ماڙين طور مشهور آهي. پاڻي وڌڻ سبب هي علائقو ڍنڍ جو ڏيک ڏيڻ لڳو ۽ هي ماڙيون سير ۽ تفريح طور استعمال ٿيڻ لڳيون. هن خوبصورت ۽ من موهيندڙ ڍنڍ تي ڪيترن ئي قسمن جا پکي واهيرو ڪندا آهن، جن ۾ ڪڙل، ڊگوش، آڙي، نيرڳي، لالو هنج، رتنبو، ڊوئڙو ۽ ٻراڙو شامل آهن. پر پکين جي مسلسل شڪار سبب سندن آمد ۾ گهڻي ڀاڱي گهٽتائي اچي وئي آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇي به جام شڪار ٿيندي آهي. مقامي رهواسين لاءِ ماڙين واري ڍنڍ تفريح ماڳ هئڻ سان گڏ روزگار جو وسيلو پڻ آهي.

**مان ڪُن واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي ٽنڊي محمد خان جي ڳوٺ ڪٽڙ لڳ ريلوي اسٽيشن جي اولهه طرف واقع آهي. نئن ۽ ڍورن جي پاڻيءَ وسيلي ڀربي آهي، جڏهن ته هن ڍنڍ ۾ مڇي گهٽ ٿيندي آهي.

**مائي قاپان واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ سنڌو درياهه جي ڪاپي پاسي نوشهري فيروز ضلعي جي تعلقي موري ۾ ديهه خيري ديري ۾ واقع آهي. اڳوڻي وقت ۾ هيءَ ڍنڍ وڏي ايراضيءَ تي پکڙيل هوندي هئي، جنهنڪري هن ۾ مڇي به ڪيترن ئي قسمن جي پيدا ٿيندي هئي. جن ۾: ڪرڙو، ٻوٽي، موريا، سينگاري، مرو، اوٺي ۽ ديو شامل هئي، جڏهن ته هن وقت ماحولياتي گدلاڻ سسبب هيءَ ڍنڍ پنهنجي اهميت وڃائي ويٺي آهي ۽ پاڻيءَ جي اڻهوند سبب هيءَ ڍنڍ مڪمل طور تي ڦٽي وئي آهي.

**مستي خان جتوئيءَ واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ تعلقي موري ضلعي نوشهرو فيروز ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇيءَ جا ڪيترائي قسم ٿين ٿا، جن ۾: ٻوٽي، موريا، لُهر، موراڪو، سينگاري، ڇٽو ۽ چلي شامل آهن. جڏهن ته ڍنڍ ۾: لوڙهه، ڪُمر، بدوڪو، ڪهل، ٻڪن، ڏاتوگاهه ۽ پني کان علاوه مختلف نباتات پڻ ٿئي ٿي. هن ڍنڍ تي پکي به جهجهي تعداد ۾ واهيرو اچي ڪندا آهن جن ۾: لنگهه، ڊگوش، ڪاريهو، رونهارو ۽ ملنگ شامل آهن. پر پکين جي شڪار سبب هنن جي آمد ۾ گهٽتائي اچي وئي آهي.

مٺي پاڻيءَ جي هيءَ ڍنڍ مقامي ماڻهن جي تفريحي ماڳ هئڻ سان گڏ روزگار جو وسيلو پڻ بڻيل آهي، جڏهن ته هيءَ ڍنڍ موجوده وقت ۾ سرڪار جي تحويل هيٺ هئڻ سبب هر سال نيلام ٿيندي آهي.

**مصري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي نوشهري فيروز ۾ تعلقي موري ۾ واقع آهي، جڏهن ته ساڳي علائقي ۾ انهيءَ ئي نالي سان ٻه ڍنڍون ٻيون به موجود آهن. هيءَ ڍنڍ موجوده وقت ۾ سوڪهڙي جو شڪار آهي.

**ملڪاڻي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ سنڌونديءَ جي ساڄي طرف دادو شهر کان پندرهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي اوڀر طرف ديهه ملڪاڻي شريف ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ جو نالو بزرگ غلام محمد ملڪاڻيءَ جي نسبت سان پيو. پنهنجي اوج واري دؤر ۾ هيءَ ڍنڍ مڇي ۽ پکين کانسواءِ ٻِهه، لوڙهه، ڪُمر، ٻورانيءَ جي سنگن ۽ پيڙ جي پيداوار سبب مشهور هئي،

پر هن وقت ماحولياتي گدلاڻ ۽ پاڻيءَ جي گهٽتائيءَ سبب سندس اهميت ۾ گهٽي پاڳي لاٿ اچي وئي آهي.

**ملڪ واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ديهہ چنيجا تعلقي ميهڙ ۾ واقع آهي. ڪنهن زماني ۾ ڪيس ’چنيجن جي ڍنڍ‘ پڻ سڏيو ويندو هو. هن ڍنڍ جون حدون راڄوٽي پٽڻ تائين پکڙيل هيون، جيڪو جونالي جي اولهہ ۾ آهي، پر هن وقت وڌندڙ آبادي ۽ ماحولياتي گدلاڻ سبب ان جي ايراضيءَ ۾ گهٽتائي اچي وئي آهي. پنهنجي اوج واري دؤر ۾ هن ڍنڍ ۾ ڪيترن ئي قسمن جا پکي اچي واهيرو ڪندا هئا. جڏهن تہ مڇي بہ گهڻي تعداد ۾ ٿيندي هئي. هيءَ ڍنڍ هن وقت فشريز کاتي جي تحويل هيٺ آهي، جيڪا هر سال نيلام ڪندي آهي.

**منڇر ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ، سنڌ جي تاريخي شهر سيوهڻ کان ارڙهن ڪلوميٽر اولهہ ۾ واقع آهي، جيڪا لڳ ڀڳ 34' °67 کان 43' °67 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 23' °26 کان 2' °26 اوڀر ڊگهائي ڦاڪن تائين پکڙيل آهي. هن ڍنڍ جو ترو سنڌونديءَ جي تري کان 15-20 فوٽ هيٺ رهيو آهي، جڏهن تہ موجوده وقت ۾ سنڌوءَ کان 5-6 فوٽ مٿي آهي.



منڇر ڍنڍ جو هڪ ڏيک

ايشيا جي سڀ کان وڏي هن ڍنڍ بابت علم ارضيات جا ماهر سندس ڄمار 80 لک ورهيہ کان ٻہ ڪروڙ سال ڄاڻائن ٿا، جڏهن تہ ڪتاب ’منڇر گورک گاج دنيا‘ ۾ بدر ابڙي هن ڍنڍ جي ڄمار ڏهہ هزار سال ڄاڻائي آهي. هيءَ ڍنڍ، ان وقت پيدا ٿي، جڏهن هماليہ جبلن مان سنڌو درياهہ ڪالاباغ کان ٿيندو ڪيرٿر، لڪي ۽ بڊي تائين پهتو تہ جبلن جي رنڊڪ سبب ان کي اڳتي وڌڻ جو رستو نہ مليو ۽ اتان °90 ڊگريءَ جي موڙ کان اوڀر پاسي رخ ڪيائين. تنهن بعد اتي موجود زمين ۾ ڪنب پئجي ويو. جنهن سبب هن ڍنڍ جي صورت اختيار ڪري ورتي. منڇر ڍنڍ جي ويڪر هر سال آگسٽ جي مهيني ۾ 16x32 ڪلوميٽرن تان پکڙجي وڃي ٿي ۽ فبروريءَ ۾ 3.5x 12.5 ڪلوميٽرن تائين پهچي ٿي. هن ڍنڍ جي اونهائي 20 فوٽ آهي، جنهن ۾ هڪ ملين ايڪڙ فوٽ کان وڌيڪ پاڻي جمع ڪرڻ جي گنجائش آهي. مقامي ماڻهو هن جي پکيڙ 200 کان 223 چورس ڪلوميٽر ٻڌائين ٿا.

هن ڍنڍ جي نالي بابت تاريخي حوالن مان ڪا بہ ڄاڻ حاصل نہ ٿي ٿئي، پر ڪنهن دور ۾ ان کي ’ڪنب‘ سڏيو ويندو هو جڏهن تہ ايراني حڪمران هن کي ’منوچهر‘ جي نالي سان ڪوٺيندا هئا. لساني ماهران جو اشتقاق مانس+ سر (ماڻهو+ سر= ڍنڍ) سڏين ٿا ۽ چون ٿا تہ مانسرور جو سنڌي نالو آهي. هن ڍنڍ کي ’منڇر تهذيب‘ ۽ ’تهذيب جو هندورو‘ پڻ سڏيو وڃي ٿو. اها ڳالهہ هن ڍنڍ جي ڪنڌين تي قديم ڪنڊرن دريافت ٿيڻ سبب چئي وئي آهي.

سنڌو درياهہ جي ڪناري جي ويجهو هئڻ ڪري الهندي ناري کان منڇر تائين ان جو مکيہ وهڪرو يا چاڙهہ سدائين جاري رهيو آهي. ان وهڪري سان اونهاري ۾ منڇر ڀرجندي آهي ۽ سياري جي مند ۾ ڇنڊبي آهي. منڇر ۾ سنڌودرياهہ کانسواءِ نَئِن گاج جي پاڻيءَ جو وڏو وهڪرو بہ پوي ٿو. جاگرافيائي ماهرن موجب ڪنهن زماني ۾ منڇر ڍنڍ ۾ نَئِن مولا ۽ نَئِي بولان جو پاڻي بہ ڇوڙ ڪندو هو. جڏهن تہ برسات جي موسم ۾ درياهہ ۾ چاڙهہ سبب اڙل واهہ، دانستر واهہ ۽ ننڍين وڏن ڍورن جو پاڻي پڻ هن ڍنڍ ۾ ڇوڙ ڪندو هو.

منڇر ڍنڍ جي اولهہ ۾ ڪيرٿر، ڏکڻ ۾ بڊي جبل ۽ لڪيءَ جو جابلو سلسلو آهي. هن ڍنڍ کي 1932ع ڌاري اتر ۽ اوڀر کان بند ڏنو ويو، جيڪو ايف پي بند سان لاڳيتو سلسلو آهي. هن ڍنڍ تي 1988ع ۾ 65 قسمن جي 50 هزار آبي پکين جي آمد رڪارڊ ڪئي وئي، جيڪي دنيا جي مختلف ملڪن مان سياري جي مند ۾ ايندا هئا. جن ۾ ٽيٽيهہ، گهٽٽي، ٻرهاڙو، ڪيڻاٽي، ڪُهنگ، آڙي، چيهہ، نيرڳي، ٻوئر ۽ هنج وغيره شامل آهن. ان دؤر ۾ منڇر ڍنڍ ۾ 26 قسمن جا آبي ٻوٽا ٿيندا هئا. جيڪي هن وقت ڪنهن حد تائين ختم ٿي چڪا آهن. نباتات ۾ ٻِهہ، لوڙهہ، ڪُم، ٻوراني، ڪانا، چويا، پيڙ، ڪيرولي، پڀڻ، پلوتري وغيره شامل آهن. منڇر ڍنڍ مان تقريباً مڇيءَ جا 90 قسم ملندا هئا. جن جو تعداد موجوده وقت ڪافي گهٽجي ويو آهي. انهن ۾: ڪُرڙو، ڏاهي، سريهو، موراڪي، پلو، چلي، لُهڙ، گندڻ ۽ جهينگو شامل آهن. جڏهن تہ هتان جي مقامي ماڻهن جو گذرسفر مڇيءَ تي رهيو آهي، جيڪا مختلف شهرن ۾ وڪرو ٿيندي آهي. هن ڍنڍ جي چوڌاري ڪيترا ڳوٺ آباد آهن، جن ۾ گهڻائي مهاڻن جي آباد آهي، مقامي ماڻهن جو ذريعي معاش مڇيءَ ڪانسواءِ پکين جي شڪار سان لاڳاپيل آهي. سنڌو درياهہ جي آبپاشي نظام کي بهتر ڪرڻ لاءِ سم نالي جو زهريلو نمڪياتي پاڻي هن ڍنڍ ۾ ڇوڙ ڪيو ويو آهي، جنهنڪري هيءَ مڪمل طور تي زوال پذير ٿي وئي آهي.

**موندر واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ دادو تعلقي جي ڳوٺ موندر ڀرسان واقع آهي. هن ڍنڍ ۾ پنهنجي اوج واري دؤر ۾ مڇي ۽ پکيءَ جو شڪار گهڻي تعداد ۾ ٿيندو هو. پر موجوده وقت ۾ پاڻيءَ جي اڻاٺ سبب هيءَ ڍنڍ مڪمل طور سُڪي وئي آهي.

**ميان موٽڻ واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي ۽ تعلقي ڄامشوري جي مشهور بزرگ ميان موٽڻ جي درگاهہ جي ڀرسان واقع آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇيءَ جو گهڻو شڪار ٿيندو آهي.

**مٺين هڪهٽي واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي نوشهرو فيروز، تعلقي موري ۾ سنڌو درياهہ جي ڪاهي ڪناري تي موجود آهي. هيءَ مشهور ڍنڍ 2500 ايڪڙن تي مشتمل آهي، جنهنڪري هن ڍنڍ کي علائقي جي وڏي ڍنڍ هئڻ جو اعزاز پڻ حاصل آهي. هن ڍنڍ تي سياري جي مند ۾ گهڻي تعداد ۾

پکي اچي واهيرو ڪندا آهن. پر مسلسل شڪار سبب هنن جي آمد ۾ گهٽتائي اچي وئي آهي ۽ ملي پاڻي هئڻ سبب هن ڍنڍ ۾ مختلف نباتات ٿيڻ سان گڏ مڇي به گهڻي ٿيندي آهي، جنهن کي شڪار ڪري مقامي ماڻهو گذربسر ڪندا آهن. هيءَ ڍنڍ هن وقت به هڪ سٺي شڪار گاهه هئڻ سان گڏ هڪ تفريح گاهه پڻ آهي.

**ناٹ ڍنڍ:** سنڌ جي هيءَ قديم ڍنڍ، ديهه ناٹ، تپي منگواڻي، تعلقي ميهڙ ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ تي ’ناٹ‘ ڪيئن پيو، خبر نه آهي. شاهه لطيف ۽ ساميءَ ’ناٹ‘ جو ذڪر ڪيو آهي:

پري پيين پرو، ناٹ ڏنائون نانهه ۾!

ارضيات جي ماهرن موجب هيءَ ڍنڍ درياهه جي وهڪري سبب وجود ۾ آئي، جنهن کي هن وقت ٻڌراجن ذريعي پاڻي پهچايو وڃي ٿو. جڏهن ته هن ڍنڍ ۾ آبي جيوت کان سواءِ مڇي به ڪيترن ئي قسمن جي ٿئي ٿي، جنهن ۾: لهر، گائينرو، چتو، ٻتي، لوسٽي، چلي، موريا ۽ وهنج شامل آهي ۽ پکين جا ڪيترائي قسم ملن ٿا، جن ۾: ڪوڪرات، گاجرو، ڦولارو، نيرگي، چيڪلو، جاجي، لاڪو، ڳهٽو، ڪوبائي ۽ ٻيا شامل آهن. هن وقت ناٹ ڍنڍ ماحولياتي گدلاڻ ۽ وڌندڙ آباديءَ سبب زوال پذير ٿي وئي آهي، جنهن سبب هيءَ پنهنجي اصل صورت وڃائي ويٺي آهي ۽ مقامي سرڪار جي عدم توجهه سبب ڏينهون ڏينهن ختم پئي ٿيندي وڃي.

**نظر علي ڪورائيءَ واري ڍنڍ:** هيءَ مشهور ڍنڍ ديهه لليا، تعلقي موري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ واقع آهي. پنهنجي اوج واري زماني ۾ هن ڍنڍ ۾ ڪيترن ئي قسمن جي مڇي پيدا ٿيندي هئي، جن ۾: موراکو ڪرڙو، رڙو، ٻتي ۽ ڏاهي شامل هئي، پر هن وقت وڌندڙ آبادي ۽ ماحولياتي گدلاڻ سبب مڇيءَ جي پيداوار ۾ گهٽتائي اچي وئي آهي. ملي پاڻيءَ جي هن ڍنڍ تي بااثر ماڻهن جو قبضو آهي.

**هاسو ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ، قمبر شهر کان ٻه ڪلوميٽر اتر طرف اٽڪل 100 ايڪڙن تي پکڙيل آهي. آڳاٽي دؤر ۾ هيءَ هڪڙا ذات جي ملڪيت هئي. ننگر خان هڪڙي، ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دور ۾ هن کي سن 1748ع ڌاري آباد ڪيو. تنهن وقت ۾ هن ڍنڍ تي ڪيترائي ڏيهي ۽ پرڏيهي پکي سياري جي مند ۾ واهيرو ڪرڻ ايندا هئا، جن ۾: نيرگي، هوئڙ، ڪنياڻ، ڦرو، ڪلڻ، آڙي، چيڪلو، پيهوڙي، ڪينو، بيل، جوهو ۽ نردول شامل هئا، جڏهن ته ڍنڍ ۾ مڇين جا ڪيترائي قسم جن ۾: ڪرڙو، لُهر، پوپرو، موراکو، شاڪر، ڏنيرو ۽ مرو شامل آهن.

هاسو ڍنڍ هن وقت ماحولياتي گدلاڻ جو شڪار ٿي وئي آهي، جڏهن ته هتي آبادي وڌڻ جي ڪري ان جو ڪيترو ئي حصو زرعي زمين هيٺ اچي ويو آهي ۽ قمبر- لاڙڪاڻي روڊ ۽ ريلوي اسٽيشن ٺهڻ سبب پرڏيهي پکين جي آمد جو سلسلو پڻ مڪمل طور تي ختم ٿي ويو آهي.

هن وقت هيءَ ڍنڍ مڇيءَ جي ڍنڍ آهي، جتي هر سال مڇيءَ جي ٺيڪي جو واڪ لڳندو آهي ۽ هن کي نورواهه ۽ زمين جي نيڪر جي وسيلي پريو ويندو آهي.

## سنڌ جا ويٽ لئنڊ (ڍنڍون ڍورا)

### سنڌ جا بين الاقوامي اهميت رکندڙ رامسر ويٽ لئنڊ

| ماڳ | هنڌ | ضلعو | پکيڙ (هيڪٽرن ۾) | قسم | رامسر سائيٽ/ ماڳ، سال ۽ نمبر |
|---|---|---|---|---|---|
| ڪينجهر ڍنڍ | 56′ 24° اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>03′ 68° اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | ٺٽو | (13468)[2] | تازي پاڻيءَ جي ڍنڍ | 1976ع<br>رامسر سائيٽ نمبر: 99 |
| ڊرگهه ڍنڍ | 34′ 27° اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>06′ 68° اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | لاڙڪاڻو | (164)[1]<br>(182)[2] | ٻاڙي ڍنڍ | 1976ع<br>رامسر سائيٽ نمبر: 100 |
| هاليجي ڍنڍ | 47′ 24° اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>46′ 64° اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | ٺٽو | 1704 | تازي پاڻيءَ جي ڍنڍ | 1976ع<br>رامسر سائيٽ نمبر: 101 |
| انڊس ڊالفن رزرو (گڊو ۽ سکر جي وچ وارو علائقو) | 01′ 28° اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>15′ 69° اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | گڊو ۽ سکر بئراج جو وچ وارو حصو | (125,000)[1]<br>(44200)[2] | درياهه | 2001ع<br>رامسر سائيٽ نمبر: 1065 |
| جهبو ڍورو (Lagon) | 20′ 24° اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>40′ 68° اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | ٺٽو | 706 | ٻاڙي، ڏهڻ واري مڊ فليٽ | 2001ع<br>رامسر سائيٽ نمبر:1067 |
| نرڙي ڍورو (Lagon) | 30′ 24° اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>47′ 68° اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | بدين | 2540 | ٻاڙي، مڊ فليٽ | 2001ع<br>رامسر سائيٽ نمبر: 1069 |

# سنڌ جا ويٽ لئنڊ

| ماڳ | هنڌ | ضلعو | پکيڙ (هيڪٽرن ۾) | قسم |
|---|---|---|---|---|
| غوٺپور ڍنڍ | 28° 08′ اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>69° 06′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | جيڪب آباد | $600^2$<br>(سنڌي ڍوري سميت) | تازي پاڻيءَ جي ڍنڍ |
| سنڌي ڍورو | 28° 09′ اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>69° 04′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | جيڪب آباد | - | تازي پاڻيءَ جي ڍنڍ |
| حمل ڪچري ڍنڍ | 27° 23′ اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>67° 55′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | لاڙڪاڻو | - | تراڪڙي ڏٻڻين سميت |
| پڳري ڍنڍ | 27° 18′ اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>68° 03′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | لاڙڪاڻو | - | تراڪڙي، ٻاڙي ڍنڍ |
| منڇر ڍنڍ | 26° 25′ اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>67° 39′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | دادو | 600 | تازي پاڻيءَ ۽ ڏٻڻين سميت |
| نارا ڪئنال جو علائقو | 26° 00′-27°15′ اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>68° 47′-69°18′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | خيرپور ۽ سانگهڙ | 300000 | 200 ننڍيون تازي پاڻيءَ جو ٻاڙيون، کاريون ڍنڍون، ڏٻڻين سميت |
| سُونهاري ڍنڍ | 26° 10′ اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>69° 04′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | سانگهڙ | 245 | ننڍي کاري ڍنڍ ۽ ٻاڙيون ڏٻڻيون |
| صدوري ڍنڍ | 26° 12′ اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>69° 07′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | سانگهڙ | - | تازي پاڻيءَ جي تراڪڙي ڍنڍ |
| سانگهڙيارو ڍنڍ | 26° 07′ اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>69° 12′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | سانگهڙ | 380 | تراڪڙي ٻاڙي ڍنڍ |
| ڪپري جون ڍنڍون | 25° 32′-25°49′ اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>69° 29′-69° 38′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | سانگهڙ | 30000 | 30 ننڍيون ٻاڙيون ۽ کاريون ڍنڍون |
| ٽنبي باگي جون ڍنڍون | 24° 45′-24°50′ اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>68° 50′-69° 05′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | بدين | - | 11 تراڪڙيون، ڪجهه تازي ۽ ڪجهه ٻاڙي پاڻيءَ جون ڍنڍون ۽ ڏٻڻيون |
| ڦوسٽيون ڍنڍون | 24° 48′ اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>68° 54′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | بدين | 160 | ٻه تراڪڙيون ۽ ڪجهه کاريون ڍنڍون |
| چرو ڍنڍ | 24° 50′ اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>69° 00′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | بدين | 100 | تراڪڙي تازي پاڻيءَ جي ڍنڍ ۽ ڏٻڻيون |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| خوانجو (خواجہ) ڍنڍ | ′47 °24 اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>′05 °69 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | بدين | 500 | تازي پاڻيءَ جي ڍنڍ ۾ لاڳاپيل ڏهٽيون |
| بدين ۾ ڪيٽي وارا ڍورا (lagons) | ′30°24-′15°24 اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>′05°69-′35°68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | بدين | - | ترا ڪڙا ۾ ٻاڙا ڍورا ۾ مڊ فليٽ |
| سالٽ ويسٽ ۾ جعفري ڍنڍون | ′12°24-′06°24 اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>′15°68-′54°67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | ٺٽو | 20000 | سالٽ ويسٽ ۾ وڏي ڪاري ٻاڙي ڍنڍ |
| محبوب شاهہ ڍنڍ | ′30 °24 اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>′03 °68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | سجاول | 100 | ننڍي تازي پاڻيءَ جي ٻاڙي ڍنڍ ۾ ڏهٽيون (علائقي جون ننڍي ۾ ننڍيون ڍنڍون: ڪارو، ڪاراجو ۽ گهونگهري وغيره) |
| هديرو ڍنڍ | ′49 °24 اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>′52 °67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | ٺٽو | 1321 | ڪاري ٻاڙي ڍنڍ |
| هاڪس بي/ سئنڊس پٽ ويجهو ڪاريون | ′52°24-′47°24 اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>′59 °66-′50 °66 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | ڪراچي | 2000 ڦاٽ وِير (tide) وارو | وارياسو سامونڊي ڪنارو، گڏيل ڪاڙيون ۾ ترا ڪڙا ڍورا |
| ڪلفٽن سامونڊي ڪنارو | ′47 °24 اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>′05 °67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | ڪراچي | 8 ڪلوميٽر سامونڊي بيچ (Beach) | وارياسو سامونڊي ڪنارو، ويري مڊ فليٽ ۾ وارياسا دڙا |
| ڪورنگي ۾ گهاري جو ڪاريون | ′47 °24 اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>′11 °67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | ڪراچي | ڪورنگي ڪاري 48386<br>گهارو ڪاري 64370 | ويري ڪاريون، تمري ڏهٽيون، ويري مڊ فليٽ |
| انڊس ڊيلٽا جو ٻاهريون هنڌ | ′45°24-′45 °23 اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>′15 °68-′10 °67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | ڪراچيءَ کان انڊيا جي سرحد تائين | 300000<br>200000 هيڪٽرن ۾ تمر جا ٻيلا آهن | وِيرن وارو (tidal) درياهي لنگهه، ڪاريون، وارياسا ٻيٽ، تمر جي ٻيلن جون ڏهٽيون، انٽر ٽائيڊل مڊ فليٽ |
| لنگهہ ڍنڍ | ′30 °27 اتر ويڪرائي ڦاڪ<br>′05 °68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ | لاڙڪاڻو | 19 | تازي پاڻيءَ جي پراڻي ڍنڍ، جيڪا سارِيال پاڻيءَ سان پربي هئي، جيڪو پاڻي هاڻي ٻئي پاسي ورايو ويو آهي، هي آلي زمين (ويٽ لئنڊ) مڪمل ختم ٿي چڪي آهي. |

## سنڌوندي (Indus River)

سنڌو ندي اولهہ تبت (Tibet) جي ڪيلاش جبل کان شروع ٿئي ٿي، جيڪو ڌرتيءَ جي سطح کان 17000 فوٽ اوچائيءَ تي آهي. هيءَ ندي جنهن هنڌان نڪري ٿي، اُن کي سنڌونديءَ جي پهرين ماڙيءَ جي تبيتي لوڪن جي ٻوليءَ ۾ 'سنگي سَمبو' (شينهن درياهہ: Lion River)، بلتي لوڪ ان کي گيمتش ۽ 'سہ فو' (ٻلوان ندي: Tsah-Fo) سڏين ٿا. جنهن هنڌان هيءَ ندي وهي نڪري ٿي، اُن کي 'سنگهي- ڪا- باب' (Singhi- ka-Bab) يعني 'شينهن جو مُنهن' سڏجي ٿو. هيءَ ندي، اُن هنڌان نڪري مشهور مانسرووَر ڍنڍ کان ڪافي پرپرو وهندي، پنهنجو جدا ۽ آجو گَس وٺي وهندي رهي ٿي. [ياد رهي تہ هاڻي اهو مفروضو ختم ٿيڻ گهرجي تہ ڪا سنڌوندي مانسروور ڍنڍ مان نڪري ٿي.]



اولهہ تبت

مانسروور ڍنڍ، نيپال جي اُلهندي ڪنڊ تي اُتر ۾ تبت جي سرحد ويجهو موجود آهي. هي علائقو تبت جو بنهہ ڏکڻ وارو پاڳو آهي، جتي مائونٽ ايوريسٽ ۽ ڪي. ٽو جبل جي وچ تي 6174 ميٽر/ 20251 فوٽ اوچو ڪيلاش پربت موجود آهي. قديم ڪيلاش جي معنيٰ 'ڪارو جبل' آهي، جڏهن تہ هن جبل جو اصلي رنگ واڱڻائي آهي، جيڪو سڄو برف سان ڍڪيل آهي.

سنڌوندي پنهنجي 1800 ميلن/ 2897 ڪلوميٽر ڊگهي وهڪري دوران انيڪ وادين مان شاهاڻي شان سان لنگهندي اچي ٿي. هيءَ نديءَ جي ميداني علائقن ۾ وڏي اهميت رکي ٿي. ڪالاباغ کان سمنڊ تائين سنڌوندي 950 ميل/ 1529 ڪلوميٽر ۽ موجوده سنڌ مان 300 ميلن/ 483 ڪلوميٽرن جو سفر طئي ڪري ٿي. هن ملڪ جي بنيادي معيشت ۽ زراعت لاءِ ڪرنگهي واري حيثيت رکندڙ هن نديءَ جي سگهہ کان سواءِ هي علائقو زندهہ رهي نہ ٿو سگهي. اُن ڪري هن نديءَ کي 'حيات بخش ندي' بہ چيو ويندو آهي.

سنڌونديءَ جو دنيا جي وڏين ندين ۾ شمار ٿئي ٿو. هيءَ ندي، ڏکڻ ايشيا جي ٻيو نمبر وڏي ندي آهي. هن نديءَ جي پاڻيءَ سان سيراب ٿيندڙ ايراضي 450000 چورس ميل/ 165000 چورس ڪلوميٽر آهي. هن نديءَ جي ساليانى وهڪ/ موڪ 50 ڪيوبڪ ميل/ 207 ڪيوبڪ ڪلوميٽر آهي. هيءَ وهڪ هن نديءَ کي دنيا جي وڏين ندين ۾ ايڪيهون درجو ڏئي ٿي. هونئن هن نديءَ کي ڊيگهہ جي حساب سان دنيا ۾ چوويهون نمبر درجو حاصل آهي.



سنڌوندي تبت جي 1700 فوٽ مٿانهين ماڳ تان وهندي

ڪيلاش جبل جي پندرهن هزار فوٽ اوچي ماڙيءَ ۾ مانسرور ۽ راڪاس تال نالي ٻہ وڏيون ڍنڍون موجود آهن. قديم روايت آهي تہ، "هتان چار وڏا عظيم درياهہ نڪرن ٿا، جن مان سنڌوندي، پنجاب ۽ سنڌ جو رخ ڪري ٿي، ستلج، ڏکڻ اولهہ ۾ ڪشمير ڏانهن لڙي ٿي، ڪرنالي ندي ڏکڻ اوڀر ۾ گنگا ڏانهن رخ ڪري ٿي ۽ برهمپترا اوڀر ۾ بنگلاديش ڏانهن وڃي ٿي"، جڏهن تہ حقيقت اها آهي تہ سنڌوندي اُنهن ڍنڍن کان



نانگا پربت جو جابلو سلسلو

گهڻو پرپرو ڏکڻ اولهہ تبت جي 5100 ميٽر مٿاهين ماڳ کان لهي ٿي ۽ پنهنجو آزاد وهڪرو جوڙي وهندي رهي ٿي. هنن چئن ندين جي مُهڙ واري روايت رکندڙ مقدس ماڳ 'مَانسَروَرَ' جي ياترا چئن عقيدن وارن ماڻهن لاءِ احترام ۽ عقيدت جوڳي رهي آهي، جن ۾ ٻون مت، ٻڌمت، جين مت ۽ هندو ڌرم جا ماڻهو شامل آهن. ڪيلاش جبل سندن عقيدي موجب هڪ مقدس جبل آهي. تبت جا ماڻهو هن جبل کي 'ڪانگري رنپوچي' [امل برفاني جبل] بہ سڏين ٿا. روحن جي پوڄا ڪندڙ ٻون مت جي لکيتن ۾ هن جا نالا 'پاڻيءَ جو گل'، 'ساموندي پاڻيءَ جو جبل' ۽ 'نوڪَنبو سواستيڪائي جبل' آهن. هندومت موجب هي جبل 'شِوَ جو گهر' آهي ۽ هن جي طبعي صورت شِوَلنگم جهڙي آهي.



مانسروور ڍنڍ جي پسمنظر ۾ ڪئلاش جبل

جين مت جي روايت موجب، هتي مهاوير نرواڻ حاصل ڪيو هو. ٻڌمت وارن لاءِ هي ماڳ ’ڪائنات جو ڌُن‘ آهي ۽ سنڌن عقيدو آهي ته هتي مهاتما ٻڌ پنهنجي مُڪتي ڏيندڙ 500 سائين سان گڏ رهي ٿو. يورپي لوڪ هن علائقي کي ’عدن جو باغ‘ ۽ ’ڪوهه اراوت‘ ڪوٺين ٿا. هِتان سنڌو ندي اوچا جبل ۽ واديون جهاڳيندي، لداخ واديءَ جي اوپر کان اولهه ڏانهن ويندي، ليهه وٽان هندستاني علائقي ۾ داخل ٿئي ٿي، جتي ڪيترن سالن کان هند ۾ ورهاڱي سبب لڏي ويل سنڌي هر سال ’سنڌو درشن‘ جو ميلو ڪندا آهن.

ٿبيٽ (Tibet) واري ماڳ تي سنڌوءَ جو ميلاپ سنگي (Sengge) ۽ گار نديءَ (Gar River) سان ٿيندو آهي، جيڪي نيگنلنگ ڪنگري (Negunglung Kangri) ۽ گنگديسي شان (Gangdisi Shan) واري جابلو سلسلي مان وهي اچن ٿيون. سنڌو نديءَ جو وهڪرو اتر- اولهه کان لداخ (Ladakh) ۽ بلتستان (Baltistan) مان ڏاکڻي قراقرم جابلو سلسلي (Karakaram Mountain Range) مان گلگت ۾ داخل ٿيندو آهي، جتي ٽي نديون: شيوڪ (Shyok)، شيگار (Shigar) ۽ گلگت (Gilgit) جڄهو برفاني پاڻي کڻي اچي هن سان ملنديون آهن. سنڌوندي، نانگاپربت وارن جبلن (Nanga Parbat Massif) جا 15000 کان 17000 فوٽ (2500 کان 4500 ميٽر) اُتاهان ڏُکيا چور لڪ (Gigantic Gorges) لتاڙي وهندي آهي. هيءَ ندي اتان ٿيندي، آهستي وهندي، هزارا (Hazara) ۽ ’دمند‘ (Dammed) اُڪري، تربيلا بند کي اچي پريندي آهي. اٽڪ وٽ هن سان ڪابل ندي (Kabul River) اچي ملندي آهي. اٽڪ کانپوءِ سنڌوندي هيٺ پنجاب ۽ سنڌ وارو ميداني علائقو وٺي، ڏيرج سان وهندي رهندي آهي، سواءِ آبڪلاٽيءَ/ سانوڻيءَ جي مند جي، جڏهن ان جي پاڻ ۽ ڪاڏ ڪرڻ جي سگهه وڌي ويندي آهي. پنجاب ۾ مٺڻ ڪوٽ وٽ ’پنجند‘ (Panjnad) کان سنڌوءَ جو وڏو وهڪرو جڙندو آهي، جتي اوپر پاسي کان پنج نديون: جهلم، چناب، راوي، بياس ۽ ستلج هن ۾ پنهنجو پاڻي چوڙ ڪنديون آهن.

قديم تاريخدانن کي سنڌونديءَ جي پرتي ڪندڙ ندين (tributries) جي ڄاڻ هئي، استرابو جو بيان آهي ته ”سنڌوءَ ۾ 15 وڏيون نديون اچي پون ٿيون.“ ميگسٽنيز ۽ ايرين جو به ساڳيو بيان آهي، پر بطليموس ۽ پاليٽيءَ جو بيان ٿورو مختلف آهي ته، 19 نديون سنڌوءَ کي پنهنجو پاڻي آڇين ٿيون.“ شايد انهيءَ آڌار تي ئي راورٽيءَ لکيو آهي ته، ”مانسرور ڍنڍ کان وٺي سنڌ جي حدن تائين گهٽ ۾ گهٽ اوڻيهه ننڍا وڏا دائمي ۽ وقتي وهڪرا اچي سنڌونديءَ سان ملندا هئا، جن مان گهڻا وهڪرا هاڻي سُڪي ويا آهن، ڪن جو پاڻي وري ايترو گهٽجي ويو آهي، جو سنڌونديءَ تائين پهچڻ کان اڳ ۾ ئي ڪتب اچي وڃي ٿو يا اُهي برپٽن ۾ سُڪي ويندا آهن.“

راورٽي، ’هاڪڙي درياهه‘ کي ’مهراڻ‘ قرار ڏيندي چوي ٿو ته ”مهراڻ، ’ڪنڌارا‘ وٽان ۽ سنڌو ڪشمور وٽان وهندو هو.“ ’ڪلڪتي رويو‘ جو ليکڪ پڻ ساڳي ڳالهه لکي ٿو ته، ”هاڪڙي کي سنڌ واسي ’مهراڻ‘ به چوندا آهن.“




سنڌُو ۽ اُن جون پارتو نديون: مُنڊ کان چوڙ تائين

سنڌونديءَ ۾ منڊ کان وٺي چوڙ تائين ٿُبيٽ، لداخ، ليهه، قراقرم جابلو سلسلي کان وٺي اراولي جابلو سلسلي مان ايندڙ انيڪ نديون ۽ نئيون اچي ملن ٿيون ۽ ٿبيٽ جي گارتانگ کان وٺي لوٽي نديءَ تائين سنڌونديءَ جي پاٽيءَ ۾ وڏي واڌ اچي ٿي، جڏهن ته ڪوهه سليمان جون لوٽيون [روٽيون: جابلو پاٽيءَ جا وهڪرا] اجا جدا آهن، جيڪي سانوڻيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ايترو ته جڄهو پاڻي آڻينديون آهن، جو ديري غازي خان کان وٺي راجڻ پور تائين جر ٿر هڪ ٿي ويندو آهي.

سنڌونديءَ سان ان جي جابلو جوءِ، لداخ (Ladakh) ماٿريءَ ۾ کابي ڪناري کان 'زنسڪر ندي' (Zanskar River) اچي ملندي آهي ۽ ميداني علائقي ۾ کابي پرتي ڪنڌڙ ندي، چناب (Chenab River) آهي، جنهن جون چار وڏيون پارتو نديون: جهلم (Jhelum)، راوي (Ravi)، بياس (Beas) ۽ ستلج (Satlaj) آهن. جڏهن ته سنڌونديءَ جي ساڄي ڪناري واريون پارتو نديون (tributaries): شيوڪ، گلگت، ڪابل، گومل ۽ ڪرم آهن.



سنڌو ندي لداخ واديءَ مان وهندي

سنڌونديءَ جو 40 سيڪڙو پاڻي جابلو ماٿرين ۾ رهجيو وڃي ٿو، جتي ٽڙيل آباديون آهن. هن جو ميداني علائقو موجوده پاڪستان جو پنجاب ۽ سنڌ وارو سڄو ميداني ماڳ ئي قديم سنڌو سلطنت جو مرڪزي پرڳڻو (Central Province of Indus Empire) رهيو آهي. هتي سنڌوندي نئون ورن ۽ روپ اختيار ڪري ٿي. ميداني علائقي ۾ سنڌونديءَ جي سمنڊ طرف لاهي في ميل 9 انچ آهي. انهن ئي ميداني علائقن ۾ هن نديءَ جي ڪناري تي سنڌو تهذيب اُسري، جيڪا دنيا ۾ هڙپائي ۽ موهن جي دڙي واري ثقافت طور ڄاتي وڃي ٿي. دنيا جي تاريخ ۾ هن نديءَ جي حيثيت مصر جي نيل درياهه (Nile River)، عراق جي دجله ۽ فرات (Tigiris- Euphartes) ندين ۽ چين جي پيلي درياهه (Yellow River) واري رهي آهي. جتي قديم انسانن اوائلي انساني تهذيبي ورثي ۽ سرشتي کي جوڙيو هو سواستيڪا نشان (卐) سنڌن اعليٰ ۽ عاليشان وسندين جو اهڃاڻ رهيو آهي.

سنڌوندي ٿلهي ليکي 20 لک ورهين کان هر سال ڏهه لک پرڏيهي پکين لاءِ چوٿون نمبر سونهين ندي آهي.

سنڌونديءَ جو هاڻوڪو بنيادي درياهي سرشتو پنهنجين ستن پرتي ڪنڌڙ ندين (Tributaries): سوات، ڪابل، جهلم، چناب، راوي، بياس ۽ ستلج تي مشتمل آهي، جن مان پنجاب واريون پنج نديون، بهاولپور ضلعي ۾ مٺڻ ڪوٽ وٽ پنجند (Panyad) جوڙينديون آهن، جيڪو ويدڪ دور (3000 ق. م) ۾ 'سپت سنڌو' (Sapta Sindhu) جي مدد سان ستنَد (Satnad) سڏبو هو جنهن جو مطلب 'ست نديون' (Seven Rivers): هاڪڙو، ستلج، بياس، راوي، چناب، جهلم ۽ سنڌو آهن.

سنڌونديءَ جي وهڪ واري ميدان جي ويڪرائي، اڀرندي ۾ جمنا نديءَ کان شروع ٿي، الهندي ۾ سليمان جبل، سفيد ڪوهه (اڇي جبل) ۽ ڪيرٿر جي لڪي ۽ ڄامشوري وارن جبلن تائين آهي ۽ ان جي ڊيگهه اتر ٿبيٽ ۽ ڪشمير جي برفاني چوٽين کان شروع ٿي، ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ تائين حدون سنڌونديءَ جون طبعي حدون آهن.

سنڌونديءَ جي قدرتي وهڪ، سنڌ جي موجوده جاگرافيائي حدن ۾ ڪيرٿر جابلو چور لڪ (Gorge) کان راجپوتانه جي ڪس تائين جاري رهي آهي. سنڌونديءَ جي انهن بنهه آڳاٽن سوين درياهي وهڪرن جا نشان سڄيءَ سنڌ ۾ عام جام نظر اچن ٿا. سنڌوءَ جي انهن قديم درياهي وهڪرن، هزارين ڍنڍون، ڍورا، ٽل ۽ ترايون جوڙيون آهن. تيرهين صديءَ کان سنڌوندي چور لڪ (Gorge) واري تَڪَر کي ڪائيندي ۽ وهندي رهي آهي، اهي ٽل، ترايون ۽ وهڪرا، وڏين ٻوڏن ۽ سانوڻ جي برساتن ۾ پرجي تار ٿي ويندا آهن ۽ پوکي راهيءَ ۽ مڇيءَ جي وڏيڪ اُپت ڏيڻ سان گڏ ٻوڏ ۽ سانوڻيءَ جي واڌو پاڻيءَ جو نيڪال لاڙ واري پاسي، سنڌوندي ۽ پراڻ جي پيٽ وسيلي سمنڊ ڏانهن ۽ سانگهڙ طرف وارين واريا سين پٽن کان قديم هاڪڙائي ڍورن ۽ ڍنڍن ۾ ڪندا آهن.

سنڌونديءَ جو مٿيون ميداني علائقو اٽڪ کان ڪوٽ مٺڻ تائين وڌيڪ زرخيز (Fertile) ماڳ ليکجڻ ۾ اچي ٿو ان جو هيٺيون ميداني علائقو جيڪو پنجند کان هيٺ سنڌوءَ جي چوڙ واري علائقي لاڙ، ٺٽي ۽ بدين تائين آهي، سو ڪجهه گهٽ اپت ڏيندڙ علائقو ليکيو وڃي ٿو. پر ائين نه آهي، ڪي زرعي ماهران سڄي علائقي کي زرخيز (fertile) سڏين ٿا. سنڌونديءَ ۽ اُن جي پارتو ندين تي جملي 50 ٻئراج ۽ انيڪ پُليون اڏيل آهن، جن مان رڳو سنڌونديءَ تي 8 ٻئراج ۽ 14 پليون موجود آهن. انهن سمورين ندين جي واهن جي ڊيگهه 35000 ميلن تي مشتمل آهي.

سنڌونديءَ جي ڊيگهه 1800 ميل/ 2897 ڪلوميٽر آهي. هن ۾ سراسري ساليانو پاڻي 275 ملين ڪيوبڪ وال رهي ٿو هيءَ ندي چين ۽ پارت جي جبلن کان شروع ٿي، جمون، ڪشمير ۽ سڀ کان متاهين پٽ پوٺوهار مان گذرندي، پاڪستان جي اترئين حصي ۽ خيبر پختونخوا کان ٿيندي، انيڪ ٻئراجن وسيلي پنجاب جي هڪ حصي ۽ سڄيءَ سنڌ کي سرسبز ۽ آباد ڪندي، عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿي. برطانوي دؤر تائين سکر، روهڙي، دادو، سيوهڻ، سن، مانجهند، گدوبندر (حيدرآباد)، جهرڪ، شاهبندر ۽ ڪيٽي بندر سنڌونديءَ جا مکيه بندر رهيا هئا.

سنڌوءَ جي ڇوڙ وارو علائقو هڪ ڊيلٽائي ماڳ آهي، جيڪو دنيا جو ستون درجو ماٽيندڙ ڊيلٽا آهي.

سنڌوندي، دنيا جي ڪجهه ڳاڻ ڳڻين ندين مان هڪ آهي، جنهن



سنڌوءَ جي ڀارتو: سوات ندي

جي ڊيلٽائي ماڳ تي هر مهيني چنڊ جي وِڌڻ جي سگهه ۽ وِڌڻ جي ڦيري وارو چڪر نظر اچي ٿو. نامور تاريخدان ۽ محقق مولائي شيدائيءَ پنهنجي قلمي ڪتاب ’روضة السنڌ‘ ۾ ڄاڻايو آهي ته ”سنڌوندي سراسري طرح هڪ ڏينهن ۾ ڏهه لک ٽن لٽ سمنڊ ۾ آڻي اُڇلائي ٿي.“ ويجهڙائيءَ ۾ ٿيل تحقيق موجب سنڌونديءَ ۾ سراسري طرح هر سال 34500 هيڪٽر ميٽر لٽ وهي اچي ٿي، جيڪا سنڌوءَ ۾ ٻوڏ واري صورتحال ۾ ڪچي جي زمين کي اعليٰ درجي جي زرخيزي (super fertile) عطا ڪري ٿي ۽ پڻ ڊيلٽائي علائقي کي وسيع بڻائيندي رهي ٿي.

’جنگي سر پٽڻ‘ هڪ درياهي بندر آهي، پر درياهه جو مٺو پاڻي ججهو نه اچڻ جي ڪري، هاڻ اُتي کارو پاڻي ڪاهي آيو آهي. جنگي سر کان هيٺ ويندڙ وڏي ڇاڙهه کي مقامي ماڻهو ’روڙو‘ ڪوٺين ٿا. ان کان سواءِ هتي ٻيا به ڪيترائي بندرن وارا ماڳ موجود آهن، جن ۾ ڪڙڪ/ ڪارڪ بندر، جاڪي بندر، ڪيٽي بندر وغيره اچي وڃن ٿا.

سنڌونديءَ جي ڇوڙ واري ماڳ ’جنگي سر پٽڻ‘ کان هيٺ سنڌونديءَ جي ڇاڙهن مان ننڍيون ننڍيون ’ڪاريون‘ سمنڊ تائين وڃن ٿيون، جن ۾ خاص ڪاريون هن ريت آهن. اوڀر ڏکڻ ۾ سڀ کان پهرين سير ڪاري (Sear Creak) آهي، جنهن جي پرين پر انڊيا ۾ ۽ اورين پر سنڌ ۾ آهي. ان کانپوءِ ڪارڪ، ڪوچي واڙي، ڪاجهر مل، ڪانهر، اَڏياڙي، سنهڙي، گهوڙو ڪوبر، قلندري، مٽڻي، ترڇاڻ، حجامڙو، ڇاڻ، دٻو پٽٽاڻي، ڪاهي، وڏي ڪڏي، ننڍي ڪڏي، ڦٽي، ڪورنگي، گِسري ۽ منهوڙو ڪاريون آهن، جن مان ’ڦٽي ڪاري‘ وڌيڪ ڇهن ڪارين ۾ ورهايل آهي: گهارو، چارو، ڪويرو ۽ ڪورنگي. انهن ۾ ’گِذري ڪاري‘ (Gasri Creak) اصل ۾ ملير نديءَ جو ڇوڙ آهي، جنهن ۾ ڪيرٿر جابلو سلسلي واري علائقي، ڪراچيءَ جون جابلو نئيون: ڪڏيجي، مول، جرندو، باران ۽ ٻيون اچي ڇوڙ ڪن ٿيون.

سنڌونديءَ جو ڇوڙ وارو علائقو اڄوڪي دور ۾ ڦليليءَ جي منهن کان شروع ٿئي ٿو. سنڌو ڊيلٽائي ماڳ ٽڪنڊي واري صورت ۾ گهڻ شاخائون ماڳ آهي، جيڪو 30000 چورس ڪلوميٽر ايراضي والاري ٿو، جنهن جي سنڌونديءَ واري محوري ڊيگهه 240 ڪلوميٽر ۽ ويڪر 220 ڪلوميٽر آهي، جيڪو ڪراچيءَ کان ڪڇ جي رڻ تائين ۽ اتر- اوڀر ۾ ڪوري نار (Kori creak) تائين وڃي ٿو. 90 سيڪڙو ڊيلٽائي علائقو گهٽ هوادار (Sub-aerial) آهي ۽ اڏوگابري نموني پاڻيءَ جي ڳاٽ سان جوڙيل هڪ پٽو رکي ٿو. جيڪو ڪراچيءَ جي اولهه کان ڪوري نار طرف اوڀر ڏانهن وڃي ٿو. هي ڊيلٽائي ماڳ لاڳيتو هر مهيني سامونڊي وير چڙهڻ سبب ٻڏندو ۽ اڀرندو رهي ٿو. سنڌوندي قديم زماني ۾ ڇوڙ واري ماڳ تي يارهن شاخن ۾ ورهائجي وهندي هئي، اڄ کان ڏيڍ سؤ ورهيه اڳ ٻگهاڙ ۽ ستا به وڏيون ڇاڙهون هيون، جن ۾ جهاز هلي سگهندا هئا.

سن 1843ع ۾ سنڌوءَ جي ڇوڙ واريون ڇاڙهون، پٽي، جونا، ڪڪيواڙي، ڪيڏي واڙي، ريچل، حجامڙو، سير ۽ ڪوري هيون. ڪلهوڙن جو ابتدائي بحري مرڪز شاهبندر واري ڊيلٽائي شاخ، ’مل‘ تي هو. 1819ع واري ڪڇ ۾ آيل زلزلي جي ڪري ’مل‘ ڇاڙهه جهازن هلڻ جوڳي نه رهي ۽ ان کانپوءِ ڪڪيواڙي شاخ تي جهازي مرڪز قائم ٿيو. اڌ صديءَ دوران 1867ع تائين اها شاخ به سنڌونديءَ جي لٽ جي ڪري جهازرانيءَ جي قابل نه رهي. ڪوري نار جنهن ۾ ڦليلي ۽ اڀرندو نارو ڇوڙ ڪندا هئا، ان جو پاڻي پڻ لٽ پوڻ ڪري وڏن ٻيڙن جي هلڻ جوڳو نه رهيو ۽ لکپت بندر، جيڪو سمنڊ کان 39 ميلن جي پنڌ تي آهي. اتي جي رهاڪن سان سامونڊي رستي اچ وڃ ذري گهٽ بند ٿي وئي.

سال 1831ع ۾، اليگزينڊر برنس، پنهنجي ڪتاب ’سنڌوءَ جو سفر‘ ۾ سمنڊ کان وٺي لاهور تائين سموري سنڌونديءَ کي سفر جوڳو قرار ڏنو آهي، پر اُن لاءِ هن ضروري ڄاڻايو آهي ته، ”ٻيڙيون سنڌي طرز واري هڪ ڪري (uniform) تري واريون هجن.“ هن وڌيڪ لکيو آهي ته، ”’سير‘ سنڌوءَ جي هڪ تباهه ٿيل شاخ آهي، جنهن کان 50 ميل مٿي ۽ مغلڀين کان هيٺان سنڌوندي هن شاخ ۾ مٽيءَ جو دڙو ٺاهي ڇڏيو آهي.“ هن اِهو به ڄاڻايو آهي ته، ”مل ڇاڙهه ۾ ويهن يا پنجويهن ٽنن جي ٻيڙي آرام سان هلي سگهي ٿي.“

ڊاڪٽر هيڊبل 1874ع واري ’سنڌ گزيٽيئر‘ ۾ گنگا نديءَ واري سندربن ٻيلي جي ڊيلٽائي ماڳ ۽ سنڌونديءَ جي ڊيلٽائي وارياسي ڪنارن جي ڀيٽ ڪندي، اُن جي ڀراءَ جو ڪارڻ وارياسي ۽ لٽاسي ڪنارن کي قرار ڏنو آهي.

سنڌو ڊيلٽا جي پکيڙ 5000 چورس ميل آهي، جڏهن ته هن جون مُهاڙيون (Mouths of river) 200 ميلن ۾ آهن. ان کي 150 کان مٿي پنهنجا ڀيٽ آهن.




سنڌونديءَ جي مُنڍ ۽ چوڙ وارو قديم تصوراتي تصويري ڏيک

قديم دور ۾ سنڌوءَ سميت قديم ستلج، سرسوتي، قديم جمنا- درشدوتي ندين هڪ ٻئي کان پوروچوڻ ڏئي ساڻ ساڻ وهندي سنڌوءَ جي نار (Gulf of Sindh) وسيلي وچي عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪنديون هيون. نئين جوڙواد (New Tectonism) جي ڪري اراولي ۽ هماليائي جابلو سلسلن ۾ آيل اُٿڪ (uplift) سبب ندين اولهہ ڏانهن لڙيون ۽ ستنَد (Satnad) ۽ پوءِ يمنا ۽ سرسوتيءَ جي منهن مَٽائڻ سبب پنجنَد (Panjnad) وجي جڙيو. انهن ندين عظيم ڪڇ جي رڻ وارو ميداني علائقو ۽ اُن جو قديم ڊيلٽائي ماڳ (Palaeodelta) جوڙيو. هاڻوڪو سنڌونديءَ وارو ڊيلٽا پوئين دور واري سنڌونديءَ جي فطري جوڙجڪ ئي آهي.

سنڌونديءَ ۾ سال جي مارچ مهيني کان پاڻيءَ جي آمد شروع ٿئي ٿي، جيڪا آگسٽ تائين ڀرپور جاري رهي ٿي ۽ سيپٽمبر کان پاڻيءَ جي لاٿ شروع ٿئي ٿي. سنڌونديءَ جي ڊيلٽائي ماڳ وارن ڪنارن کان مٿيري ڊيلٽائي زمين گهڻي ڀاڱي زرخيز آهي. پاڻيءَ جي گهڻي آمد واري زماني ۾ سنڌوءَ جي چاڙهن جي ڪنارن واري ڊيلٽائي زمين ۾ انيڪ فصل، ڀاڄيون وغيره جام ٿيندو آهي.

**اُپکنڊ جي درياهن جي ڏندڪٿا/ديومالا (Mythology of Sub-continental Rivers):**

سنڌ ۽ سنڌونديءَ جي تعريف ۽ بيان، ايرانين، ڪلدانين، بابلين، يونانين ۽ رومين جي تذڪرن ۾ اچي ٿو مذهبي مقدس ڪتابن مان رگ ويد، زند اوستا، توريت، اسلامي حديثن ۽ روايتن ۾ بہ سنڌ ۽ سنڌوءَ جو ذڪر اچي ٿو سنڌونديءَ جو ذڪر الهامي ڪتابن ۾ 'سيحون' 'سين'/ 'سنبت' [سين= سينڌ] وغيره نالن سان اچي ٿو

اُپکنڊ جي ديومالائي داستانن ۾ ڄاڻايل آهي تہ، سنڌو نديءَ سوڍو چار مقدس درياهہ مانسروور ڍنڍ مان نڪرن ٿا. اُتر کان 'شينهن جي وات' مان 'سنڌوندي'، اولهہ ڏس کان 'هاٿيءَ جي وات' مان 'ستلج ندي'، ڏکڻ پاسي 'مور جي چهنب' مان 'ڪرنالي ندي' ۽ اوڀر ڏس ڏانهن گهوڙي جي وات مان 'برهمپترا' وهي نڪرن ٿيون. جن مان ڪرنالي ندي اڳتي هلي گنگا نديءَ جو روپ وٺي ٿي.

هڪ ڏندڪٿا موجب ڪرشن مهاراج جو هڪ نانگ سان مقابلو ٿيو هو، هن نانگ کي جيئدان ڏئي، سمنڊ ۾ وڃڻ لاءِ چيو. اُن ريت نانگ جنهن رستي سان ويو، اهو گس سنڌونديءَ جو گس بڻجي ويو. هندومت وارن جي هڪ روايت مطابق: "ڪيلاش جبل هن ڌرتيءَ تي، مهاديو شِوَ جو مکيہ آستانو آهي، جتي هو گيان، ڌيان ۽ تپسيا ڪري ٿو. ڪنهن وقت هو پنهنجي ونِي پاروتيءَ ۽ ٻين ديوتائن سان گڏ هنج پکين جي صوت ۾ ڪيلاش جبل تان لهي، هن مقدس ڍنڍ ۾ ترندا آهن. ان ڪري اُهي ڪنهن ٻئي جو مانسروَر ڍنڍ ۾ ترڻ يا لهڻ پسند نہ ڪندا آهن."

هتي هر سال ٻون مت، جين مت، ٻڌمت ۽ هندومت سان واسطو رکندڙ لکين ياتري زيارت تي ايندا آهن. سندن ياترا هتي اوڀر کان اولهہ ڏانهن ٿيندي آهي، ان ڪري جو سج جو سفر بہ اوڀر کان اولهہ ڏانهن هوندو آهي.

دنيا جي تاريخ جي حوالي سان سنڌو ندي، دنيا جي قديم ندين مان هڪ آهي، جنهن جي ڪنارن تي ايامن کان انسان رهندا آيا آهن. هن ئي نديءَ جي ڪنارن سان مائيتا سماجي گڻ رکندڙ اوائلي انساني سڀيتا، 'سنڌو تهذيب' جڙي، دنيا جي هڪ وڏي حصي تي پنهنجو تهذيبي اثروڌو ۽ اوج ماڻيو. هتي ئي پيئتا سماجي گڻ رکندڙ، آريائي سنسڪرتيءَ جي اوسر ٿي، جنهن جو ذڪر قديم مقدس ڪتابن ۾ موجود آهي.

رگ ويد ۾ چيل آهي تہ "سنڌوءَ جي واٽ ورڻ ديوتا جوڙي آهي". هندومت ۾ روايت آهي تہ، "ڪيلاش جبل شوَ مهاديو جو آستانو (استان) آهي ۽ هماليا جبل هن جي وارن جون جٽائون آهي."

'رگ ويد' جي ڪيترن اشلوڪن ۾ 'سنڌو' جو نالو 176 ڀيرا اڪيلو ۽ 95 ڀيرا گڏ اچي ٿو جڏهن تہ 'گنگا' نديءَ جو ذڪر رڳو ٻہ ڀيرا آيو آهي. رگويد ۾ سموريون نديون مؤنث جي صيغي ۾ ڪم آنديون ويون آهن ۽ ڪنهن نہ ڪنهن ديويءَ جي روپ سمان ڄاڻايون ويون آهن.

رگ ويد ۾ سنڌونديءَ جي پوڄا اگني ديويءَ جي روپ ۾ ڄاڻائي وئي آهي. رگويد ۾ 'سنڌو' ۽ 'سرسوتي' ندين جو ذڪر ڪيترا ڀيرا اچڻ سان گڏ هنن ٻنهي ندين جي وچ واري ڌرتيءَ کي 'پُڻيہ ڀومي' يعني 'ديوتائن جي زمين/ پاڪ زمين' سڏيو ويو آهي.

'رگويد' جي ڏهين منڊل ۾، سنڌو نديءَ جي ساراهه ۾ نوَ (9) شلوڪ چيل آهن، جن ۾ سنڌو نديءَ کي هڪ ديويءَ جو روپ ڏنو ويو آهي. هڪ ڊگهي انساني تاريخ ۾ سنڌونديءَ جي ڪنارن تي جنم وٺندڙ تهذيب کي 'عظيم سنڌو سڀيتا' سڏيو ويو آهي. سنڌونديءَ جي ڪري ئي سنڌ جي ماڻهن کي نہ رڳو دولت ۽ بي انت خوشيون مليون آهن، پر ڪين زندگيءَ جي هر آسائش مهيا ٿي آهي.

سنسڪرت ۾ 'سنڌو' لفظ جي معنيٰ آهي 'وهڻ'، 'هڪ وهڪرو'، 'هڪ عظيم سمنڊ' يا 'پاڻيءَ جو هڪ وڏو ذخيرو'. سنڌو نديءَ جي مختلف ماترين، سوڙهن لڪن ۽ اُن جي ميداني علائقي بابت رگ ويد ۾ آيل آهي تہ "اِندر ديوتا پنهنجي قبيلي جي ماڻهن کي انهن علائقن مان وٺي آيو جتي گهڻا درياهہ وهن ٿا ۽ تمام سوڙها لڪ آهن."

مقدس ويدن ۾ آيل نون (9) شلوڪن جو ترجمو هيٺ ڏجي ٿو هنن پڇنن ۾ سنڌوءَ جون ساراهون ۽ ڳاهون، اشلوڪن جي صورت ۾ ڳاتيون ويون آهن تہ "سنڌو مڙني جي ماءُ، ڏک ڏُور ڪندڙ، دولت جو اهڃاڻ، گهوڙن ۽ گاڏين، لباس ۽ زيورن، ڪاڌ ۽ خوراڪ ۾ امير آهي." هي اشلوڪ 'نيشنل ڪائونسل فار دي پروموشن آف سنڌي لئنگئيج' (NCPSL)، نئين دهليءَ ڪتاب 'رگ ويد ۽ سنڌو درياهہ شاهہ' ۾ شايع ڪيا آهن:

**اشلوڪ 1:**

اي جل جا ديوتا!
هي پوڄاري،
يگيہ (قرباني) ڪرائيندڙ جي گهر ۾،
تنهنجي شاندار استتي (ساراهہ) ڪري ٿو
هي نديون،
ستن ستن جا ستَ ٿاهي
تن لوڪن مان گذرن ٿيون،
پر سنڌو
پنهنجي سگهہ سبب
سڀني جي وچ مان هلندي،
سڀني جي اڳواڻي ڪندي هلي ٿي!

**اشلوڪ 2:**

سنڌو! تون وهندي، اڳيان وڌين ٿي،
ان لاءِ 'ورڻ ديوتا' ڌرتيءَ تي
تو لاءِ رستو ٺاهيو آهي،
تون اناج جي پيداوار جو ڌيان رکين ٿي،
تون مٿانهين زمين تان،
رستو ڪڍي هيٺ وڃين ٿي.
ان طرح تون سڀني لوڪن تي،
راڄ ڪرين ٿي!

**اشلوڪ 3:**

اي سنڌو!
تنهنجي پاڻيءَ جي چوهہ جو آواز
ڌرتيءَ تان اُڀري
ديو لوڪ تائين وڃي ٿو
سنڌوءَ جون تجليدار لهرون،
اُن جي بي انت رفتار کي
ظاهر ڪن ٿيون.
جيئن برسات اڳيان وڌندي
ڪڪرن مان گجگوڙ پيدا ڪندي آهي،
تيئن سنڌو بہ ڊڪي وانگر
رنڀندي اڳتي وڌي ٿي.

**اشلوڪ 4:**

جيئن مائرون پنهنجن ٻچن لاءِ
ٻاڪاريندڙيون آهن،
تيئن ٻيون نديون
سنڌو! تو ڏانهن وڌنديون اچن ٿيون،
جيئن ڳيوراڙيون ڳئون
پنهنجن گابن/ گابڙين ڏانهن اينديون آهن،
تون پنهنجن ٻن ڪنارن وچ مان،
ائين ئي اڳتي وڌندي وڃين،
جيئن ڪو راجا،
لڙائي ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌندو آهي.

**اشلوڪ 5:**

(رشي ندين جا نالا کڻي چوي ٿو تہ:)
[اي] گنگا، جمنا، سرسوتي، شتودرو (ستلج)،
پرشني (راوي)، ماروڌورڌرا، اسڪني (چناب)،
وتستا، آرجيڪا (بياس) ۽ سس موها نديون!
توهان کي سنڌو نديءَ جي ساراهہ
سويڪار ڪرڻ کپي.

**اشلوڪ 6:**

اي سنڌو! تون تکي وهندڙ گومتيءَ سان پُهچڻ لاءِ
پهرين ترشتما نديءَ سان گڏجين ٿي،
اُن سان گڏجي تون سسرتوا، رس ۽ شويتي
ندين سان گڏجين ٿي.
ڪُڀا ۽ ميهتنو ندين جي وهڪرن سان،
گڏجي تون اڳيان وڌين ٿي!

**اشلوڪ 7:**

سڌي وهندڙ، سفيد رنگ واري
۽ چمڪندڙ سنڌو!
تنهنجو وهڪرو تيز آهي
اجهل سنڌو!
تون تکن ۾ تکن ۽
ڪرشمن جهڙن گهوڙن وانگر،
تيز ڊوڙندڙ آهين،
تون چتر ناريءَ جهڙي
سُندر آهين!

**اشلوڪ 8:**

سنڌو، گهوڙن سان مالامال آهي،
سنڌو رٿن ۾ شاهوڪار آهي،
سهڻن نهيل ڳهڻن (زيورن) سان مالامال آهي،
اُها اناج، پشم (سٽِي) ۽
هميشه سرسبز شيشم جي
وڻن سان پرپور آهي.
هن شُپ نديءَ جي ڪنارن تي
ماکي پيدا ڪندڙ گل (سلما) پيدا ٿين ٿا.

**اشلوڪ 9:**

سنڌو، پنهنجن سهج هلندڙ
سُلن گهوڙن تي سوار ٿي آهي،
اُن سان اها اسان لاءِ
اناج آڻيندي،
مهان، نامياري، رٿ واري،
سنڌوءَ جي ارچنا جي
هن يگيه (دور) ۾
ساراهه ڪريون ٿا!



سنڌوندي ۽ ان جي پارتوندين جو اپگرهه وارو ڏيک

سنڌونديءَ جو پُون وگياني اتهاس (Geological History)، جڙيل تاسرين جي تڪڙي اُٿڪ (uplift) سان لاڳاپيل آهي. عربي سمنڊ (Arabian Sea) اجا بہ ڇن واري دور' (Cretaceons Epoch) جي پوئين زماني ۾ جڙيو، جڏهن سنڌ جڙيل تاسر (Indian Tectionic Plate) مڊگاسڪر کان الڳ ٿي هئي. سنڌ ڌرتي ۽ سنڌو نديءَ جو ڄنم جڙيل تاسرين' (Tectonic plates) جي حرڪت جي ڪري ممڪن ٿيو.




**سنڌونديءَ جو جنم (Origin of River Indus):**

سنڌوندي ڌرتيءَ جي 'پاڻياري تهه' (Hydrosphere) جو حصو آهي. هيءَ ندي ڏکڻ ايشيا جي ٻيو نمبر، پاڻيءَ جي وهڪ جي حساب سان دنيا جي ندين ۾ ايڪويهين درجي واري ندي آهي، جڏهن تہ ڊيگهہ جي حساب سان دنيا جي چوِيهون نمبر وڏي ندي آهي. بارفائي/ گليشرائي اپياس موجب سنڌونديءَ جو بنياد ڇهہ ڪروڙ پنجاهہ لک ورهيہ (6.5 million years) اڳ ڌرتيءَ جي ٽئين دور (Tertiary Era) نئين جيوت واري جڳ جي پهرئين زمان ۾ جُڙيو جڏهن ٽٽائتا جانور ۽ گلن ڦلن وارا ٻوٽا ۽ وڻ ڦولارجي رهيا هئا.

جيالاجيءَ جي اڀياس (Geological Study) موجب اٽڪل ساڍا پنج ڪروڙ سال (5.5 Billion Years) اڳ سنڌ تاسر (Indian Plate) هر سال 1 سينٽي ميٽر جي رفتار سان اتر ڏانهن سُرڻ شروع ڪيو ۽ ڌرتيءَ تي گڏهن ۽ گهوڙن جي پيدائش واري زماني (Erocene Period) ۾ اٽڪل ساڍا چار ڪروڙ سال (4.5 billion years) اڳ يوريشيئن تاسر



هماليائي جابلو سلسلو

(Eurasian Plate) سان وڃي ملي، جنهن کي زميني علمن جي ماهرن 'انڊو-يوروشيئن ٽڪراءُ' (Indian-Eurasian Collision) سڏيو آهي. هن ٽڪراءَ جي ڪري ٻنهي جڙيل تاسرين (Tectonic Plates) جي پيڪوڙ جي ڪري ڌرتيءَ تي تهه دار جوان جبل (Folded Young Moutain) وارو هماليائي جابلو سلسلو (Himalayan Mountain Range) وجود ۾ آيو.

لکين ورهين ڪانپوءِ اُتي ڪيترائي بارفا/ گليشيئر (Glacier) وجود ۾ آيا. هن هماليائي جابلو سلسلي جي بارفن/ گليشيئرن جي اتر ۽ اولهه واري پاسي مان انيڪ نديون جهرڻن وانگر مٿان تي لهن ٿيون، جيڪي اپکنڊ (Sub- continent) ۾ ٻه وڏا تراڪڙا ميداني علائقا: هڪ سنڌو ماٿري ۽ ٻيو گنگا ماٿري- جوڙين ٿيون. اُن ريت هماليا جبلن جي



سنڌوندي هماليائي جابلو سلسلي مان وهندي

قدمن ۾ نندي ڪنڊ (Sub-Continent) جيّ مشهور درياهن: سنڌو ۽ گنگا جي ترائي (Indus-Ganga Depression) جُڙي راس ٿي. 5 لک ورهيه اڳ اتان ٻن جبلن، ڪي. ٽو ۽ مائونٽ ايوريسٽ جي وچان زمين جي پيڪوڙ جي ڪري ڪيلاش جبل اُسري نروارو ٿيو. جنهن جي اوچائي 22028 فوٽ/ 6714 ميٽر آهي. هن 15 هزار فوٽ اُتاهين ماٿريءَ مان وهندڙ جهرڻن مان ڪيلاش جبل جي اوچي ماٿريءَ ۾ ٻه ڍنڍون: 'مانسروور' ۽ 'راڪاس تال' جڙي راس ٿيون. جيڪي پاڻ ۾ هڪ چاڙهه وسيلي مليل آهن. انهن مان هڪ مقدس مانسروور ڍنڍ آهي. مٿي ڄاڻايل هڪ ڏندڪٿا موجب "سمورا درياهه سنڌو ۽ گنگا انهن ئي ڍنڍن مان وهي نڪرن ٿا." جڏهن ته ستلج ندي 'دئت ڍنڍ' مان نڪري ٿي، پر بعد ۾ ٿيل تحقيق موجب سنڌوندي ان مقدس ڍنڍ کان گهڻو مٿان، اتر ڏِس کان الڳ روپ ۾ ماڳ تان ڪيلاش پربت مان نڪري ٿي. ان ڪيلاش جابلو سلسلي کي 'گنگديسي جابلو سلسلو' (Gangdisi Range) چيو وڃي ٿو.

اهي انيڪ هماليائي جابلو نديون، جيڪي گنگا ۽ سنڌو نديءَ جا وڏا وهڪرا ٺاهين ٿيون، سي 5000 هماليائي گليشيئرن مان پاڻي کڻي وهن ٿيون. اهي گليشيئر اٽڪل روءِ 40،000 ڪلوميٽرن ۾ پکڙيل آهن، جن مان سڀ کان وڌيڪ بارفا/ گليشيئر 3500 ڪان به مٿي، سنڌونديءَ جي طاس (base) ۾ اڇن ٿا ۽ ٻئي نمبر تي گنگا ۽ برهمپترا جي پاڳي ۾ اڇن ٿا. ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي اهڙن بارفن/ گليشيئرن جو انگ 8000 ق.م ۾ 30 سيڪڙو هو ۽ اڄڪلهه 10 سيڪڙو وڃي رهيو آهي.

سنڌونديءَ بابت ڪوجنا ڪندڙ 'ايلاس البينا' لکي ٿي ته "پنج ڪروڙ سال اڳ هيءَ زمين هموار هئي، پوءِ 'سنڌ ۽ يورپ- ايشيائي



راڪاس تال

جڙيل تاسرين' جو ٽڪراءُ ٿيو ۽ سمنڊ هتان کان هزارين ميل پوئتي هٽي ويو ۽ سنڌونديءَ کي ڏکڻ طرف وڌيڪ سفر ڪرڻ لاءِ واٽون ٺاهڻيون پيون." هوءَ وڌيڪ لکي ٿي ته، "هن علائقي ۾ جتي چين ۽ انڊيا جون سرحدون ملن ٿيون، اُتي رگو سنڌوندي ئي ڀرپور اعتماد سان وهندي نظر اچي ٿي. هيءَ ندي هنن سمورن جبلن کان آڳاٽي ۽ قديم آهي. هيءَ ندي گنگا نديءَ کان به پراڻي آهي. اڳ به ٿبيٽ مان نڪرندي هئي ۽ هاڻي به اُتان ئي نڪري وهندي رهي ٿي."

سنڌونديءَ بابت ڀون وگيانن (Geologists) هڪ وڏي تحقيق ڪانپوءِ اِها ڄاڻ ڏني آهي ته جڏهن اندرين زميني ڦيرگهير، چرپر ۽ سخت پکوڙ جي ڪري ڪيلاش جبل اُسري نروار ٿيو، تڏهن کان سنڌو ۽ گنگا ندين جو وهڪرو ڏکڻ اوڀر ڏانهن لڙي ويو. اُن ريت اهي ڪنهن دَور ۾ سنڌو ۽ گنگا نديءَ وارا گڏيل وهڪرا هڪٻئي کان ڌار ٿي وهڻ لڳا. ان ريت پنهنجي مُنڍ ۽ مهڙ ۾ رگو ٽي ميل پري وارا درياهي وهڪرا هڪ ٻئي کان 1000 ميل پري ڌار ڌار، گنگا ۽ انڊس ڊيلٽا ناهي وهڻ لڳا.

هن دور ۾ اُپکنڊ جا سمورا درياهہ جبلن جي لاهين کان لهندا، ميدانن مان گذرندا ڪٽي زمين کي ڪرڙيندا، درياهن جا گس گهڙيندا ۽ ڪڏهن پراڻا گس ڇڏي نوان رستا، پاڙون، تل ۽ ترايون، ڍنڍون ۽ ڍورا ٺاهيندا رهيا ۽ ڪٽي زمين تي لَٽ وجهي، اُن کي بيحد زرخيزي عطا ڪندا رهيا ۽ وڏ ۾ وڏ ميداني علائقا ٺاهيندا رهيا. اُن ريت سنڌوندي زمين ٺاهڻ واري قدرتي ڪم ۾ موجوده اوڀارين برپٽ وارن علائقن کان اولهہ جي جابلو ماڳن جي وچ واري ميداني پٽ تي پنهنجا هڪڙا وهڪرا جوڙيندي ۽ اڳوڻا وهڪرا بدلائيندي رهي. تاريخدان سر هينري ايليٽ جو بيان آهي تہ ”دنيا ۾ اهڙي ٻي ڪا بہ ندي نہ آهي، جنهن هن درياهہ وانگر پنهنجو وهڪرو بدلايو هجي.“ ڪن ڀون وگيانين (Geologists) جو چوڻ آهي تہ ”ان جو ڪارڻ نئين جوڙ واد (New Tectonism) بہ آهي.“

سنڌونديءَ جو پاڻيارو نظام ٿبيٽ جي هماليائي، قراقرم، هندوڪش، جمون، ڪشمير ۽ اترين علائقن واري جابلو سلسلي جي 3538 بارفن/ گليشيئرن جي پاڻيءَ تي آڌار رکي ٿو. سنڌوندي هڪ ’دائم درياهہ‘ (Perennial River) آهي، پر اُن ۾ پاڻيءَ جي جهجهائي مند آهر هوندي آهي. سياري ۾ هن نديءَ جو هيٺانهون وهڪرو گهٽجي ويندو آهي. آبڪلاڻي/ سانوڻيءَ جي مند (جولاءِ کان سيپٽمبر) ۾ هي ندي ٻوڏون ڪندڙ ندي بڻجي، پنهنجن قدرتي ڪپرن کان اُٿلي، پنهنجي لٽ سان زمينن کي زرخيز بڻائي پوک لائق ڪري ٿي.

سنڌونديءَ جون پنج پارتو نديون: ستلج، بياس، راوي، چناب ۽ جهلم پنهنجن منڍ وارن جبلن ۽ برپٽن/ ميدانن واري وچئين علائقي (Alluvial Plain) مان وهنديون پئي رهيون آهن. اُن ريت انهن ندين جي زرخيز لٽ بهترين زرعي علائقا جوڙي ڇڏيا آهن. اهو دور ڌرتيءَ تي ٿڌ جي چئن وڏن دؤرن (Four Ice Ages) وارو هو. اُهي چارئي دور 18 لک ورهين جي عرصي تي ڇانيل آهن، جن ۾ ڪي گرميءَ واريون وچوٽيون پڻ ايندڙيون رهيون. آخري ٿڌ جو دؤر (Last Ice Age) 75 هزار ورهيہ هليو ۽ اٽڪل 10 هزار ورهيہ اڳ اُن جي پڇاڙيءَ تي نئين پٿر واري دور (Neolithic) جي ابتدا ٿي، تڏهن برفاني پربت/ گليشئر تيزيءَ سان ڳري تيز ۽ تکا وهڪرا بنجي وهڻ لڳا. اهڙيءَ ريت پاڻيءَ جي پالوٽ ڌرتيءَ تي هڪ وڏي جنسار کي جنم ڏنو. جنهنڪري هڪ ڪروڙ کان 50 لک ورهيہ (10 Million .5 Million) اڳ تائين واري دَور ۾ جنم ورتل ’ابتدائي اُڀ پيري انسان‘ جي صورت ۾ ’غار واري انسان‘ (Cave man) طور اوسر ڪئي. سنڌ ۾ هن انسان کيرٿر جابلو سلسلي کان وٺي پوٺوهار وارن پٽن تائين پنهنجي زندگيءَ جي شروعات ڪئي، هي اوائلي انسان، شڪاري ڪرت ڄاڻندو هو ۽ پٿر جي مختلف هٿيارن سان شڪار ڪندو ۽ جابلو نئين (Mountain Rivers) جي پاڻيءَ تي گذر ڪندو هو. هوريان هوريان اُهو قديم انسان، آهيڙي (شڪاري)، ڌوٽي (ڌڻ تي گذران ڪندڙ) ۽ مالوند سماج مان اوسر ڪندو پٿر جي نئين دور (Newlithic Period) ۾ ابتدائي زرعي سماج جوڙڻ، ڳوٺ ۽ وسنديون ٺاهڻ ۾ سوڀارو ٿيو. سنڌو ماٿريءَ ۾ انهيءَ گهڻ درياهي سرشتي جي ڪري اهو سيڪجهہ ممڪن ٿيو جو سنڌو ماٿريءَ ۾ قديم زماني کان پوکي راهيءَ جو هڪ قدرتي نظام جڙي پيو هو جيڪو جديد دؤر جي بئراجي ۽ نهري نظام وسيلي وڌيڪ لاڀائتو بڻيو آهي.

سنڌونديءَ جي ڊيلٽا ۾ درياهہ جون سموريون ڇاڙهون، سنڌا جوڙي، پاڻ کي مٽي ڪرڻ واري عمل ۾ رُڌل رهنديون آهن. هن ماڳ تي ڇاڙهن جو ترو ٽڪرو ٽڪرو مٽي ٿئي ٿو، ان ڪري جڏهن آبڪلاڻيءَ جي مند ۾ ڇاڙهون تار ٿي وهنديون آهن، تڏهن مهيني وار، وِيَراٿڻ وارن ڏينهن ۾ ويُرن (Tides) جي دٻاءَ ۽ روڪ جي ڪري ڇاڙهون پنهنجين ڪنڌين کان اُٿلي پر واريءَ زمين کي ٻوڙي ڇڏينديون آهن ۽ لٽ وارو پاڻي ڪنڌين کان مٿي واري پٽ تي ڇڏينديون آهن. ويرن جي آلٽ وقت پاڻي ڀرين ڇاڙهن جي پيٽ ڏانهن تڪڙو ورندو آهي ۽ اُن ريت ان جي ڪاڌ ۽ پائڻ واري سگهہ پڻ وڌي ويندي آهي.

سنڌوءَ جي ڇاڙهن جو اُٿليل پاڻي، آلٽ وقت سمنڊ ڏانهن تيزيءَ سان ورندي ڇاڙهن جي پيٽ کي ڇڏي نوان گس بہ جوڙي وٺندو آهي. ان ريت ڊيلٽائي ڇاڙهن جو نقشو وقت بہ وقت بدلبو رهندو آهي.

سنڌوندي، نيل نديءَ (Nile River) جي پيٽ ۾ ٽيٽي مقدار ۾ لٽ آڻي ٿي ۽ هي هڪ لاهياري ندي آهي، جيڪا منڍ کان وٺي جابلو ڇاڙهيڪن ۽ لاهوندين کان لهندي، ايرندي کان الهندي ڏانهن ڊوڙندي ۽ رڙهندي ميدان جوڙيندي وهي ٿي. سنڌوءَ جو قديم ڇوڙ وارو ڪيٽيائي ماڳ ڪڇ جي نار وٽ هو ۽ اها ’ڪوري نار‘ آڳاٽي ’سنڌوءَ جي نار‘ ئي آهي. سنڌوءَ سان گڏ ٻيا ڪيترائي درياهہ جهڙوڪ: سرسوتي، لوڻي، قديم يمنا (جمنا) بہ هن نار ۾ ڇوڙ ڪندا هئا. ان ريت سنڌونديءَ، پنهنجيءَ وڏيءَ ڄمار ۾ (3500 - 10000 ق. م) ڪڇ جي رڻ جوڙڻ سان گڏ ڪڇ جي نار کي بہ جوڙيو.

سنڌوندي پنهنجي ڊيلٽائي ماڳ کي پنهنجي لَٽ سان اڳيرو ڪندي رهي آهي. ايڇ. جي. ويلز پنهنجي ڪتاب The Outline of World History ۾ نقشن ذريعي ٻُڌائي ٿو تہ. ”اڄ کان پنجاهہ هزار ورهيہ اڳ سنڌونديءَ ڪالاباغ واري ماڳ وٽ موجود سمنڊ ۾ ڇوڙ ٿي ڪيو. ان دؤر ۾ سڄي پنجاب ۽ سنڌ وارو موجوده ميداني علائقو ۽ گنگا واريون ماٿريون سمنڊ هيٺ هيون.“ هو وڌيڪ لکي ٿو تہ، ”سنڌوندي پنجويهہ هزار ورهيہ اڳ اڄوڪي سنڌ جي ڪشمور واري ماڳ وٽ اُن وقت جي موجود سمنڊ ۾ ٿي ڇوڙ ڪيو.“

انهيءَ دور ۾ ماڻهو جبلن ۽ ٽڪرين تي رهندڙ هئا. اُن ريت سنڌونديءَ سنڌ جو ميداني علائقو پنهنجي لَٽ سان مٿيرو ڪندي اڳتي وڌندي رهي آهي. اُنهيءَ ڪري سنڌونديءَ کي هڪ ٻلوان ۽ اجيت نديءَ طور ويدن ۾ ساراهيو ويو آهي.

سنڌوندي ان ڪانيوءِ واري دَور ۾ هاڻوڪو ڊيلٽائي ماڳ جوڙيو. هيءَ ندي صدين کان پنهنجي ڊيلٽا کي جوڙيندي ۽ اڳيرو ڪندي پئي اچي. سڪندر مقدونيءَ جي دَور (326 ق. م) ۾ ڊيلٽا سنڌوءَ جي ڦليليءَ واري ڦاٽ کان ٿورو اڳيرو پٽالا (پاتال= Patala)، حيدرآباد وٽ هو.

سنڌوندي، هن ڊيلٽا کي اڳيرو ڪندي رهي آهي. ان عمل ۾ نئين جوڙ واد (New Tectonism) جو به هٿ رهيو آهي. 'لاڙ' جي معنيٰ ئي 'سمنڊ جو لڙهيل/ لڙيل علائقو' آهي.

**سنڌوءَ جو نالو (Nomenclature of Indus):** سنڌونديءَ جي نالي بابت ڪيترين روايتون ۽ ڏند ڪٿائون ننڍي کنڊ ۾ خاص ڪري موجوده سنڌ ۾ موجود آهن. ٿبيٽ جا ماڻهو ان کي 'سنگي سنمبو' (Sengge Tsanbo)، 'شينهن درياهه (Lion River)، يوناني 'انڊوس' (Indos) ۽ لاطيني 'انڊس' (Indus)، ۽ ترڪ، 'نيلاب' (Nilab) ڪوٺيندا رهيا آهن. ڪرنل جيمس ٽاڊ به 'تاريخ راجستان' ۾ سنڌونديءَ جو نالو 'نيلاب' لکيو آهي ته. جڏهن ته نيلاب، سنڌونديءَ جي هڪ پٽڻ جو نالو آهي، جيڪو پشاور کان 35 ڪوهه هيٺيرو مهراڻ جي ساڄي ڪپ تي آهي. هتي سنڌوءَ جي اُجري پاڻيءَ جو رنگ نيرو آهي.

سنڌونديءَ کي 'سنڌو' ان ڪري سڏيو ويو آهي، جو لفظ 'سنڌو' معنيٰ ئي 'پاڻيءَ جو وهڪرو' آهي. اڄ به پشاور جا پٺاڻ ڪرمي نديءَ کي 'دي ڪرمي سيند' ڪري ڪوٺين ٿا. لفظ 'سيند' (Syand) جي معنيٰ 'وهڻ' آهي. سنسڪرت ۾ لفظ 'سنڌو' (Sindhu) جي معنيٰ به وهڻ، ندي، پاڻيءَ جو وهڪرو ۽ وڏو سمنڊ آهي. رگويد ۾ سنڌونديءَ جي پارتو ندين کي گڏي 'سپت سنڌو' (Sapta Sindhu) ۽ ايرانين جي زند اوستا (Zend Avesta) ۾ 'هپت هندو' (Hapta Hindu) سڏيو ويو آهي، جنهن جي معنيٰ 'ست نديون' آهي. ننڍي کنڊ جي آڳاٽن لوڪن 'سنڌوءَ' جي معنيٰ 'ساگر' ڪري ورتي آهي، ڇاڪاڻ ته آرين کي هن درياهه جو ٻيو ڪنارو نظر نه آيو هو، ان ڪري هنن ان کي 'ساگر' (سمنڊ) سمجهيو. آرين هن درياهه رستي هن سڄي علائقي ۾ زرخيزي پيدا ٿيڻ ڪري سنڌ ملڪ جو نالو 'ديش پتا' رکيو. هن نديءَ کي سامي نسل مذهبن سان عقيدت رکندڙن آدم ثاني، حضرت نوحؑ جي هڪ پٽ 'سنڌ' جي نالي سان پڻ منسوب ڪيو ويو آهي، انهن هن لفظ کي سميري لوڪن جي ننڍي کنڊ ڏانهن لڏپلاڻ دوران سندن آباديءَ وارن علائقن 'سامراه' سان لاڳاپيل ڄاڻايو آهي. ڪن عالمن هن کي سٿين لوڪن جي لفظ 'انڊس' مان تبديل ٿيل 'سنڌ' ۽ 'سنڌو' قرار ڏنو آهي، جڏهن ته حقيقت هيءَ آهي ته هي لفظ ۽ نالو سنڌوءَ جي ڇوڙ کان وٺي چين جي سموري علائقي تائين هڪ جهڙي اچار 'سنڌو'، 'سَمبو'، 'سنتو'، 'شنتوهُ' (شِن- ٿُو- هُ) سان ڳالهايو ۽ اُچاريو وڃي ٿو شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت وارن آخري ڏهاڙن ۾ هڪ چيني سفير ڪيس ڏنل الوداعي تقريب ۾ هي لفظ ادا ڪيا هئا: "اسان چيني لوڪن جي محبت اوهان سان 'درياهه يانگ زي' (Yangtze) ۽ 'درياهه شنتو' وانگر سدائين روان دوان ۽ قائم رهندي." 'سنڌو' ۽ 'شنتو' تمام آڳاٽا لفظ آهن. هن خطي مان ويل هڪ مذهبي فرقو 'شنتو' اڃا به چين ۽ جپان ۾ موجود آهي. اهو ساڳيو لفظ 'سنڌو' پراڻي فارسيءَ ۾ 'سين' (س) اُچار نه هئڻ ڪري 'هندو' بڻيو جيئن 'ست' کي سنسڪرت ۾ 'سپت' ۽ فارسيءَ ۾ قديرائي 'هپت' ۽ هاڻي 'هفت' چيو وڃي ٿو. 'سپت سنڌو' ڦري 'هپت هندو' ٿيو جنهن جي معنيٰ 'ست وهڪرا' ڪئي وڃي ٿي، جيڪي ست نديون: ڪابل، سوات، ستلج، بياس، راوي، چناب ۽ جهلم گڏجي عظيم 'سنڌو درياهه' ناهين ٿيون. جديد فارسيءَ ۾ 'سين' (س) حرف (اکر: Letter) گهٽ پوءِ شامل ٿيو آهي. اهڙيءَ ريت 'سين' ۽ 'شين' ۽ 'چ' واري مٽ سٽ جا ڪوڙ مثال ننڍي کنڊ جي ٻولين ۾ به ملن ٿا. جهڙوڪ: شنتوهُ: سنتو: سِنڌو يا مانسر ڍنڍ: منڇر ڍنڍ وارا مثال. اهڙيءَ ريت 'هه' ۽ 'سين' اکرن جي مٽ سٽ سان سنڌو، هندو ۽ پوءِ يونانيءَ ۽ لاطينيءَ ۾ 'انڊو' لفظ بڻيا، جنهن مان 'انڊيا' لفظ جڙيو. اڄ به سنڌ جا جنڊاهڙا 'س' کي 'هه' ڪري اُچاريندا آهن.

سنڌونديءَ جي منڍ، ٿبيٽ کان وٺي ان جي ڇوڙ واري ماڳ 'لاڙ' تائين اُچارجندڙ هي 'آڳاٽو لفظ' سنڌو (Proto Indus Word) آهي، جيڪو مختلف شڪلين ۾ اُچارن سان نه رڳو ننڍي کنڊ، پر سموريءَ دنيا ۾ آڳاٽي سنڌو تهذيب جي هاڪ سبب موجود رهيو آهي ۽ هن وقت هي لفظ دنيا جي قديم ۽ مشهور 'سنڌو سڀيتا' ۽ 'سنڌونديءَ' جي نالي سان منسوب آهي.

ويدڪ محقق عالمن 'اندر' ۽ 'انڊو' جو بڻ بنياد هڪ ئي ڄاڻايو آهي. اِندر مينهن وسائيندڙ ديوتا آهي، جنهن جي معنيٰ 'مينهن ڦڙو' آهي، اُن ريت مينهن ۽ وسڪاري کان پوءِ سج جي ڪرڻن/ ترورن سان جڙيل 'ست رنگي ونگ' کي 'انڊلٺ' (اندر+لٺ) ڪوٺيو ويندو آهي. اهو اندر ئي آهي، جيڪو سنڌونديءَ کي ڪپرن تائين پُر ۽ تار ڪري ڇڏي ٿو جيئن اُها زمين کي زرخيز بڻائي ۽ ماڻهن ۽ مال جو سک ٿئي.

اهڙيءَ ريت سال 2000ع ۾ جڏهن 'ايلائيس البينا' نالي هڪ آمريڪي جاکوڙي عورت سنڌوءَ جي منڍ وٽ پهتي ته هن ڏٺو ته، "سنڌوندي هڪ وڏي ٽڪر جي مختلف پاڳن مان، جهرڻن وانگر وهي رهي هئي. مقامي ماڻهو هنن جهرڻن جي ترتيب کي شينهن جي روپ ۾ ڏسن ۽ ڏسين ٿا، جيڪي آهن: سنگي اُري (ڪيهر شينهن جو منهن)، سنگي نوربُو (شينهن جو پير) ۽ سنگي ناما (شينهن جو پڇ).

سنڌوءَ جي مانسروور مان نڪرڻ واري مفروضي کي سڀ کان اڳ هڪ سئيڊش سياح سيون هيڊن (Seven Hedin) رد ڪري، تحقيق ڪري ٻڌايو هو ته، سنڌو ڪيلاش پربت جي مٿاهين (7000 فوٽ بلند) واديءَ مان جبل جي دامن مان نڪتو ٿي، جنهن کي 'سنگهه-ڪباب' (شينهن جو منهن) چيو ٿي ويو

هيءَ ندي، سڏي نموني ڪنهن بارفي/ گليشيئر مان پاڻي نه ٿي وٺي، پر جابلو زمين مان ڦٽي، جهرڻن جي روپ ۾ نڪري ٿي.

سنڌوءَ جي وهڪ ۽ تک جو نظارو اٽڪ وٽ ڏاڍو من موهيندڙ هوندو آهي،، جتي پاڻيءَ جا مختلف رنگ نظر ايندا آهن. عام وهڪري ۽ جبلن تان لهندڙ پاڻيءَ جا رنگ مختلف هوندا آهن. يعني لهرن جا مختلف رنگ يا لباس نظر ايندا آهن. پٺائيءَ ڪهڙو نه خوب چيو آهي:

'لهرن لک لباس، پاڻيءَ پسڻ هيڪڙو!'

هن علائقي جا ماڻهو هن نديءَ کي ’اباسين‘ ڪري ڪوٺيندا آهن، اتي جا عوامي ماڻهو ان ناليءَ جو مطلب ’درياهن جو ابو‘ (ابا= بابو، پيءُ + سين = درياهه) ٻڌائيندا آهن. جڏهن ان جو ٻيو مطلب ’سنڌوءَ جو پاڻي‘ (ابا = آبُ= پاڻي + سين= سنڌو) ٿي آهي. اتي اباسين ناليءَ سان ميوزم ۽ مختلف مرڪز موجود آهن.

مختلف تاريخدانن ’مهراڻ‘ جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي: البيرونيءَ ڪتاب ’الهند‘ ۾ لکيو آهي ته، ”جڏهن پنجاب وارو گڏيل وهڪرو اروڙ ٽپي ٿو، تڏهن اُن کي ’مهراڻ‘ جي ناليءَ سان ڪوٺيو وڃي ٿو. مهراڻ اتان ڪان وهندو وڃي منصوره رسي ٿو، جيڪو سنڌوءَ جي ٻه درياهيءَ جي وچ ۾ اڏيل شهر آهي. ان ريت ان جون ٻه ڇاڙهون، هڪ ڇاڙهه لوهاڻي وٽ ۽ ٻيءَ ڇاڙهه سنڌو ساگر/ سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي.“ المسعوديءَ جي بيان موجب ”مهراڻ جون ٻئي ڇاڙهون ساڪري شهر وٽ وڃي سمنڊ ۾ لٽيون ٿي.“ الادريسيءَ پنهنجي ڪتاب ’نزهت المشتاق‘ ۾ ”مهراڻ کي اروڙ جي اولهه ۾ وهندي ڄاڻايو آهي.“

ميجر راورٽيءَ پنهنجي ڪتاب ’سنڌ جو مهراڻ‘ (Mehran of Indus) ۾ لکيو آهي ته ”جڏهن سنڌو، هاڪڙي واري وهڪري ڪان هميشه لاءِ جدا ٿي ويو ته ان ڪان پوءِ ان جي سنگم واري هنڌ ’آب دوش‘ وٽ، جيڪي ٻه درياهه اچي ان سان ملندا هئا، تن سيني کي ’عظيم مهراڻ‘ (Great Mehran) جي ناليءَ سان سڏيو ويندو هو ۽ عام طور ان کي ’واهند ساگر‘ (سنڌو ساگر) يا ساگرو/ سانڪرو سڏيو ويو.“

الائيس البينا پنهنجي ڪتاب ’سنڌوءَ جو سلطنتون‘ (Empires of the Indus) ۾ لکي ٿي ته، ’اِهو ’انڊيا‘ وارو نالو به ’انڊس‘ تان ڪنيل آهي، قديم سنسڪرت جا عالم/ پنڊت اُن کي ’سنڌو‘ سڏيندا هئا. فارسين ان کي لفظ ’هندو‘ ۾ تبديل ڪيو ۽ يونانين هندو (Hindu) مان ’ھ‘ (H) ڪڍي ’انڊو‘ (Indu) ڪري ڇڏيو، جيڪو اصل ۾ ’انڊس‘ آهي. اهڙيءَ طرح اُن مان انڊيا، هندو، ’انڊيز‘ لفظ جڙيا. سڪندراعظم جي وقت جي تاريخدانن سنڌو ماٿريءَ (Indus Valley) بابت گهڻو لکيو. دلچسپ ڪهاڻيون تخليق ڪيون ۽ هنن ان کي انڊيڪا (Indika) جو نالو ڏنو.“

**سنڌوندي منڍ کان ڇوڙ تائين (Indus River, From its Source to Mouths):** سنڌوءَ جي منهن جي ڪوجنا سويڊن (Sweden) جي هڪ ڪاهوڙي سياح سيون هيڊن (Sven Hedin) جو وڏو ڪارنامو آهي، جنهن 1907ع جي اونهاري ۾ مانسروور ڍنڍ ۾ سنڌوءَ جو منهن (سنگي- ڪا- باب) ڳولينديءَ، اُن کان 60 ميل اوپر ۾ وڃي برهمپترا جي منهن تي بيٺو اُتان ئي هن جاڪوڙي شخص سنڌونديءَ جو منهن ڳولي لڌو، جيڪو مانسرور ڍنڍ کان 30 ميل/ 50 ڪلوميٽر پري آهي ۽ اها ندي مانسرور ڍنڍ پرسان پور وچوت وهي نڪرندي آهي. هيءَ ندي، اُن مقدس مانسرور ڍنڍ مان نٿي نڪري، سنڌو پنهنجي منهن ’سنگي- ڪا- باب‘ کان پنهنجو آزاد وهڪرو جوڙي وهي ٿي. سيون هيڊن ڏنو ته، ”زمين جي مٿاڇري کان 17000 فوٽ اوچي هڪ وسيع ٽڪريءَ جي پاسي کان هڪ وڏو پٿر سِر وانگر ٻاهر نڪتل هو جنهن هيڏان ڪيترا جهرڻا تيزيءَ سان وهي رهيا هئا، ۽ اهو سڄو هنڌ سائي گاهه سان ڍڪيل هو.“




سنڌونديءَ جي منڍ ’سنگي ڪ-باب‘ جي اپگرهه واري تصوير

’سوين هيڊن‘ (Sven Heden) ناليءَ هن محقق کي هڪ تبتي سونهين (Guide) ٻڌايو هو ته ”’سنگي- ڪا- باب‘ وٽان سنڌوءَ جو وهڪرو سدائين آرهڙ توڙي سياري ۾ هڪ ڪرو رهي ٿو جڏهن ته ان جي پيٽ ۾ ٻين ندين جي وهڪري جو پاڻي منڊ آهر گهٽ وڌ ٿيندو رهي ٿو.“

سنڌوندي پنهنجي بنيادي ماڳ، سنڌوءَ جي جوهر (source) مان ڏهه هزار فوٽ بلنديءَ کان هڪ ماٿريءَ ۾ وهندي آهي. اتي مچي جام هئڻ ڪري سنڌوءَ جو پاڻي سُرمئي ۽ ڪارسرو نظر ايندو آهي. تبيٽ واري اُن علائقي مان جتان ڪٿان ايندڙ ندين ۽ نئين جو جال پاڻي کٽي 200 ميل هڪ ويڪري تاڪرو ماٿريءَ مان گذرندي آهي، جيڪا اولهه تبيٽ واري علائقي ۾ آهي. سنڌو ندي اُن ماٿريءَ ۾ اولهه ڏانهن لڙي، وري اتر ڏانهن موڙ ڏئي اولهه طرف منهن ڪندي آهي. ان ڪري سنڌس اهو وهڪرو ’ڏاٽي‘ جهڙي صورت ناهي ٿو.

تبيٽ وارو ملڪ جابلو ٻيلن سان پريو پيو آهي، اتي جون ماٿريون ۽ ماڳ سدائين زلزلن جي وڪڙ ۾ آهن. تبيٽ جي ڄاتل تاريخ ۾ سنڌوءَ جي لنگهه واري ماٿريءَ ۾ ڪا اڻ لکي ڦيرگهير به نه آئي آهي.

سيون هيڊن کان 105 سال اڳ سن 1811ع ڌاري ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو هڪ ملازم وليئم مور ڪرافٽ (William More Craft)




سنڌونديءَ جا جاڪوڙي

ڪيلاش پربت وڃي نڪتو هو ۽ ڪانئس گهڻو پوءِ 1944ع ۾ آسٽريليا جو هڪ جابلو مهم جُو ’هينرچ هارر‘ (Henrich Harrer) وڏن ڏکن ڏاکڙن کي منهن ڏئي سنڌونديءَ جي پهرئين مٿئين پاڳي واري ماٿريءَ گارتانگ (Gartang) تائين وڃي پهتو هو. ان ڪانپوءِ ايلائيس البينيا

سنڌوندي

ايڪيهين صديءَ جي پهرئين ڏهاڪي جي شروعاتي سالن ۾ سيون هيڊن وانگر سنڌوءَ جي منڍ تائين پهتي. اتي هُن سنڌوءَ جي اُجري پاڻيءَ جي ڪنار سان ڪنگڻ ڪار واري پيلي واديءَ ۾ ڪيترائي سهڻا ولهار ڏٺا.

سنڌو ۽ ان جي پارتو ندي 'گارتانگ' (Gartang River)، جيڪا نگنگلونگ ڪنگري (Nganglong Kangri) ۽ گنگديسي شان (Gangdisi Shan) واري جابلو سلسلي مان وهي نڪري ٿي. ٻئي ڏسڻ ۾ هڪ جهڙيون ۽ هڪجيتريون آهن. اُتان ئي هڪ ٻي سنڌوءَ جي پارتو ندي سنگي (Sengi) پڻ وهي نڪري ٿي. ڪٿي ڪٿي گارتانگ نديءَ جو وهڪرو سنڌو نديءَ کان مٿيرو نظر اچي ٿو جنهن جي ڪناري آباد ڳوٺ، سنڌوءَ جي ڪناري سان آباد وستين کان گهڻا ۽ جهجها آهن. گارتانگ نديءَ جي ماٿريءَ جو راڄڌانيءَ وارو شهر گارتوڪ (Gartok) آهي. ٻنهي ندين جي ملڻ کانپوءِ سندن وهڪرو اتر اولهه ڏانهن وڃي ٿو، جيڪو تبيٽ کان لداخ (هندستان) ۽ اتان پاڪستان جي اترئين پاڱي بلتستان ڏانهن لڙي وڃي ٿو.



سنڌوندي ليهه واري ماڳ وٽان گذرندي

ايلائيس البينا ڪجهه ٻين ندين جا به نالا ڄاڻايا آهن، جيڪي سنڌوءَ ۾ ڇوڙ ڪن ٿيون، جهڙوڪ: "سنڌو نديءَ ۾ ڇوڙ ڪندڙ منڍ واري سڀ کان ڏکڻي ندي 'ڪلاچو' آهي ۽ هڪ ٻي ندي 'لنگڊيپ ڇُو' آهي، جيڪا ڏکڻ اوڀر کان وهندي اچي ٿي، جيڪو سنڌونديءَ جي پر واري واهڻ 'سنگي- علي' جي ويجهو ڳوٺ 'دار چين' کان هڪ ڏينهن جي پنڌ تي آهي." ان جو مطلب ته سنڌونديءَ جي مُنهن وٽان ئي ٻيون انيڪ نديون، هن نديءَ کي پنهنجو پاڻي آڇي ڀرپور بڻائين ٿيون.

سنڌو تبيٽ جي مٿاهين ماٿريءَ مان وهندي آهي، هن کان پري وارا جبل به انهيءَ واديءَ کان ايترو ئي مٿانهان آهن. لداخ جي سرحدي ماڳ وارا جبل هڪ سوڙهو لڪ جوڙيندا آهن. جتان سنڌوندي اُڀي نموني جهرڻي وانگر هيٺ وهي ٿي، اُتي هيءَ جابلو ٽڪرين جي چوٽين سان ٽڪربي، پنهنجو گس ۽ واٽ جوڙيندي آهي، هن ماڳ تي سنڌونديءَ کان پريرو اتر ڏانهن قراقرم، ڏکڻ ۾ هماليا جبل، پر ۾ پامير جبل ۽ هندوڪش جبل آهن. اتان سنڌوندي پنهنجي بنيادي ماڳ 'شينهن جي وَ (Sengi-ka-bab) کان سادا ٽي سؤ ميل (350 miles) سفر ڪري ٻارهن هزارن فوٽن (12000 feet) جي بلنديءَ تان هيٺ لهندي آهي ۽ ڪيترين ندين جو پاڻي پاڻ سان ڪٺي هلندي آهي. انهن جابلو سلسلن مان مليل پنڊ پهڻن (Fossils) جي سائنسي اڀياس مان ڄاڻ ملي آهي ته هي علائقو سادا چار ڪروڙ سال اڳ سمنڊ هيٺ رهيو هوندو. پنج لک ورهيه اڳ ٻن جابلو چوٽين: ايوريسٽ ۽ ڪي. ٽو جي وچان ڪيلاش جبل به پڙڪو ڏئي نڪتو، اُن ڪري اتي موجود پاڻيءَ جو هڪ يڪو گڏيل درياهي وهڪرو ورهائجي ويو ۽ ان جي جاءِ تي سنڌو- ستلج ۽ گنگا- برهمپترا جي شڪل ۾ ٻه جدا جدا درياهي سلسلا وهڻ شروع ٿي



سنڌوءَ جي پارتو ندي: شگار

ويا. سنڌو ۽ گنگا جي ترائيءَ ۾ 60 ميلن جي وٿي آهي. اهي ٻه درياهي سلسلا هڪٻئي جي ابتڙ رخن ۾ وهندا آهن. هڪ ندي ڏکڻ ۽ اوڀر ڏانهن ۽ ٻي ندي اتر ۽ اولهه ڏانهن پنهنجا درياهي وهڪرا جوڙي وهن ٿيون. ٻنهي درياهي سلسلن جي سامونڊي ڇوڙن ۽ ڊيلٽائي ماڳن جو مفاصلو ننڍي کنڊ جي پکيڙ جيترو، هڪ ٻئي کان 1000 ميل پري آهي. ٻنهي درياهن ۾ انڌين ٻلهڻن (Blind Indus Dolphins) ۽ سيسرن ۽ ٻي هڪجهڙي نوع واري درياهي جيوت جي موجودگي، ان جي ساڳئي پاڻيءَ واري وهڪري مان هئڻ ۽ جڙڻ جي تصديق ڪري ٿي.



سياچن گليشيئر

سنڌوءَ جي جابلو وهڪري جي وچ گس تي 'ليهه' جو شهر موجود آهي، جنهن جي چوڌاري ۽ وچ ۾ ڪي ساوا پٽ آهن، جتي اونهاري ۾ سانگي ماڻهو مال پهرائيندا آهن. هتان سنڌو سوڙهن پٿريلين لنگهن مان گذرندي گجگوڙ ڪري وهندي ايندي آهي ۽ ايڪڙ ٻيڪڙ ڪنهن وڏي وهڪري جي صورت ۾ نظر ايندي آهي، پر ليهه جي پرسان سنڌوءَ جو وهڪرو هڪ وسيع ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. ليهه جي مٿان هڪ جابلو چوٽيءَ واري چڪَ تي هڪ قديم محل ۽ هڪ مڙهي ڪر کنيو بيٺي آهي.

سنڌونديءَ جي وهڪري جي تِڪ ليهه شهر ڪانپوءِ ننڍي ڪنڌ جي ورهاڱي واري تڪراري سرحد لڳ ڏسڻ وٽان هوندي آهي. پرپاسي جون جبلن جي ايڪپرين تان لهندڙ نئيون اچي سنڌوءَ ۾ ڪِرن ٿيون. اتان لداخ جبل به آهستي آهستي سوڙهن لڪن مان ايرندا اُتاهان ٿيندا ويندا آهن. قراقرم جو ڏاڪڻوايڪپرو جابلو سلسلو سنڌونديءَ جي ساڄي پاسي کان ويجهو ٿيندو ويندو آهي. ان کان پرئين پاسي سنڌوءَ جي پارتو ندي، شيوڪ پورن 150 ميلن جي پنڌ کان پورروچوٽ ڏئي وهندي آهي. شيوڪ ندي، شگار نديءَ جي پيٽ ۾ گهٽيءَ تِڪ وارو وهڪرو رکندي آهي. اِها شيوڪ ندي، ريمو گليشيئر (Rimo Glacier) جي پاڻيءَ مان جڙي



نبرا ندي

ٿي، اها سياچن گليشيئر (Siachen Glacier) جي چپن مان هڪ جپ (Tongue) جهڙي گليشيئر مان پاڻي وٺي وهندي آهي. هن ماڳ تي هيءَ ندي تمام وڏي ۽ ويڪري ٿي وڃي ٿي، جڏهن اها نبرا ندي (Nubra River) سان ملي ٿي.

نبرا ندي به سياچن گليشيئر جو پاڻي کڻي وهي ٿي ۽ ترٽ (Tirit) کان اڳ اتر اولهه ڏانهن مڙي شيوڪ نديءَ سان وڃي ملي ٿي.



سنڌوءَ جي پارتو: شيوڪ ندي

شيوڪ نديءَ جو وهڪرو عام نموني جو نه آهي. ريمو گليشيئر مان اسرڻ ڪانپوءِ اُهو ڏکڻ- اوڀر ۾ وهندو وڃي، پئنگانگ جبلن (Pangong Range) مان اتر- اولهه وارو رستو وٺي اڳتين گس سان پورروچوٽ وهي ٿو. چالونڪا (Chalunka) واري ماڳ ڪانپوءِ هي هڪ سوڙهي چور لڪ (Gorge) مان گذري لاڳيتو ٽرٽڪ (Turtuk) ۽ ٽائاڪشي (Tyakshi) جي لنگهن مان لنگهي ٿي. هن شيوڪ نديءَ ۾ ’چنگ - چن - مو‘ (Chang Chen Mo River)، ’گالوان‘ (Galwan River) ۽ ’سالتورو‘ (Saltoro River) نديون اچي ملن ٿيون. شيوڪ ندي



عيسيٰ خيل وٽ سنڌونديءَ جو هڪ خوبصورت ڏيک

گليشيئرن جون وڏيون چپون پاڻ سان گڏ کڻي گجگوڙ ڪري وهندي آهي. جتي شيوڪ ندي، سنڌونديءَ سان ملي هڪ گڏيل وهڪرو جوڙي وهندي آهي، اِتي لداخ جبلن جو سلسلو ختم ٿئي ٿو. شيوڪ ۽ سنڌونديءَ جي ڪئرس (Keris) واري ماڳ وٽ سنگم کان پورا ويهه ميل هيٺ، بلتستان جي راڄڌاني، اسڪردوءَ ۽ قراقرم جي مٿانهين جبلن تان ايندڙ هڪ ٻي پارتو ندي، شيگار اچي سنڌوءَ سان ملندي آهي. شيوڪ ۽ شيگار نديون، اصل ۾ نئيون آهن، جيڪي سوين جابلو جهرڻن ۽ ڪن ننڍن گليشيئرن (Glaciers) جي پاڻيءَ مان جڙي وهن ٿيون.



دراس ندي

قراقرم جابلو سلسلي (Karakaram Range) جي مُنڍ کان پهرين سنڌو ندي پنهنجي وهڪري جو پهريون مرحلو مڪمل ڪري ٿي، جتي اها ٿبيٽ جي ڏاکڻي سرحد تائين اتر- اولهه ڏانهن وهڪرو جوڙي وهندي آهي. ان بعد اها قراقرم جبلن مان ڏکڻ ڏِس (Southward) ڏانهن انگڙ ونگڙ جابلو چور لڪن (Gorges) مان وهي ٿي.

قراقرم وارن گليشيئرن (Glaciers) جي وگهرڻ واري عمل دوران ڪڏهن ڪڏهن ۽ ڪٿي ڪٿي ڏاڍا هاڃيڪار حادثا به ٿين ٿا. جابلو لاهين تان لهندڙ گليشيئرن جي پاڻيءَ جي ڪري ڪڏهن ڪڏهن اوچتو ڪرڪاٽ ڪري جبلن جي ڪا اتاهين چوٽي اچي پٽ پوندي آهي، اهي مٿيءَ جا جبل اهڙي قدرتي عمل جي سٽ سهڻ جهڙا نه هوندا آهن. ٿوري

گهٽيءَ وسڪاري تي پڻ اُنهن جي مٿي روڙجي ڪنهن جابلو پاسي ڪي وڏو ڪرڻ ڏئي، اُن جي اتاهينءَ ڪان تنن جي حساب سان مٿي گهلينديءَ اچي پٽ پوندي آهي. هن قدرتي عمل کي 'ڌرتيءَ جي ريڙهه' (Land Sliding) چوندا آهن. ڌرتيءَ جي هن ريڙهه واري قدرتي لقاءَ جي ڪري ڳوٺن جا ڳوٺ، علائقن جا علائقا، گس ۽ پيچرا مٽيءَ هيٺ دفن ٿي پنهنجو وجود وڃائي ويهندا آهن. اهڙي عمل جي گهٽائيءَ سان رات وچ ۾ سڄي علائقي جو منظرنامو ئي بدلجي ويندو آهي.

سنڌونديءَ سان، موجوده پاڪستان واري ڪشمير ۾ داخل ٿيڻ ڪان اڳ، سورو ندي (Suru River) ڪابيءَ پارتو نديءَ طور سنگم ڪري ٿي. سورو ندي، پئنزيلا (Pensila) ويجهو پانزيلا گليشيئر مان نڪرندي آهي ۽ اتر ڏانهن لاڙو رکي، دراس نديءَ (Drass River) سان گڏجڻ کانپوءِ 3.1 ميل/ 5 ڪلوميٽر هيٺ سنڌونديءَ سان نورلا (Nurla) وٽ گڏجندي آهي.


پوٺوهار

دراس ندي 53 ميل/ 86 ڪلوميٽر ڊگهي آهي ۽ دراس واديءَ مان لنگهي ٿي. هيءَ ندي، زوجيلا لنگهه ويجهو ماچوئي گليشيئر (Machoi Glacier)، لداخ جي مهڙائين لنگهه (Gate way)، 26 ڪلوميٽر اوپر سونا مارڳ (Sona Marg) ۽ 120 ڪلوميٽر اوپر سرينگر، ڪشمير جي مرڪز چمونءَ ۾ آهي.


ماچوئي گليشيئر

ماچوئي گليشيئر خود سنڌونديءَ کي پاڻي ڏيندڙ سُوتو آهي. دراس ندي اتر اوپر ڏانهن سرينگر سان گڏ، ليهه ڪان پورو چوٽ سنڌونديءَ سان گڏ وهندي آهي. اڳتي دراس نديءَ سان جابلو نئيون جهڙوڪ: ماسڪو نالو (Mashko Nalo) ۽ گاما نالو (Gama Nala) اچي ملنديون آهن ۽ ان ڪان اڳتي شنگو ندي (Shango River) پڻ خربوءَ (Kharbu) وٽ اچي هن سان ملندي آهي.

سنڌو ماٿريءَ جو اسڪردو وارو ماڳ، سمنڊ ڪان 7500 فوٽ مٿاهون هڪ بيضوي صورت (Oval Shape) واري وادي آهي. سنڌوندي پنهنجي مُنڍ ڪان ئي مختلف اتاهين جابلو ماٿرين ۽ سلسلن سان جهيڙيندي وهي ٿي. واٽ تي گليشيئرائي لنگهه ۽ جابلو لڪ


راڪاپوشي جبل

(Gorge) گذرڻ کانپوءِ اسڪردو ۽ هُند واري ماڳ جي وچ ۾ پهريون ڀيرو سنڌونديءَ کي پکڙجڻ جو وجهه ملي ٿو. اسڪردو ۽ هُند کانپوءِ ڪالاباغ تائين رڳو سوڙهيون ماٿريون آهن. هن واديءَ ۾ سنڌوندي، جبلن جيڏين پٿن مان ور وڪڙ کائي وهندي آهي. اتي سنڌوءَ جي پيٽ ۾ هڪ اڪيلو جبل بيٺل آهي، جنهن جي چِٽي پاسن کي سنڌونديءَ جو وهڪرو لڪن ورهين ڪان ڪرڙيندو، ڪائيندو ۽ پائيندو رهندو آهي.

گلگت کان اسڪردو واري ماڳ ڏانهن ويندي رستي تي ناگاپربت، هارا موشي ۽ راڪاپوشي جبل آهن.


پامير جبل

راڪاپوشي جبل جي چوٽيءَ تي ٻارهوئي برف هوندي آهي. هاراموشي ۽ راڪاپوشي قراقرم جبلن جون ٻه ٽڪنديون چوٽيون آهن. جتان گلگت ندي ورو ڪڙ کائي وهندي آهي، جيڪا پڻ سنڌو نديءَ جي هڪ پارتو ندي آهي. هن نديءَ جو سنڌونديءَ سان ملڻ ڪان اڳ هنزه درياهه (Hunza River) سان ميلاپ ٿئي ٿو. هيءَ ندي ملڪ جي اترين علائقن جي هڪ اهم ندي آهي. هيءَ ندي ڪلڪ لڪ (Kilik Gorge) ۽ خُنجراب لڪ (Khunjerab Gorge) سان گذري گلگت ندي (Gilgat River) ۽ نلتر نديءَ (Naltar River) سان ملي ٿي. اها هنزه ندي اتر ڪان ڏکڻ ڏانهن وهندي، قراقرم جبلن کي لتاڙي، شاهراهه قراقرم کي اورانگهي هنزه لڳ نگر واديءَ ۾ وهي ٿي.

گلگت کان اڳتي هندوڪش جبلن جي مٿانهين چوٽين ۽ پامير جبل جو ڪليل هوادار مٿانهون پٽ آهي. اُتر پاسي قراقرم جبلن واري اٿڪت جابلو پٽ آهي. ڏکڻ اوڀر ڏانهن هماليائي جابلو سلسلو ناگا پربت تائين وڃي دنگ ڪري ٿو. هن جابلو وروڪڙ علائقي ۾ سنڌونديءَ جو وهڪرو پهرين اتر ڏانهن لاڙو ڪري وهي ٿو، پوءِ ٿورو اڳتي هلي اُلهندي ڏانهن مُڙي ٿو ۽ اڳيان گس نہ ملڻ جي صورت ۾ وري ڏکڻ ڏانهن لڙي ٿو. ان ريت سنڌوندي، ناگا پربت جي وَٽِ سان وهندي آهي.



سنڌوندي هماليائي ٽاڪرو سلسلي مان ڇاڙون ٿي وهندي

سنڌوندي، هماليائي ۽ قراقرم جابلو سلسلن سان جهيڙيندي نيٺ ناگا پربت کان سوڀاري ٿيندي آهي. ويدن ۾ آيل آهي تہ "سنڌو اَجيت آهي". اُن ۾ ڪوبہ شڪ ناهي تہ سنڌو وڏي سگهاري ۽ ٻلوان ندي آهي، جيڪا قديم زماني کان وڏن جابلو سلسلن مان گجگوڙ ڪندي، پنهنجو آزاد گس ۽ گهيڙ جوڙي وهي ٿي. سازليءَ واري ماڳ کان



پوٺوهار ندي

ڪالاباغ تائين ان جي ڊيگهہ اٽڪل روءِ ٽي سؤ ميل (300 miles) ٿيندي، جيڪا ذري گهٽ سنئين سڌي آهي. هتان کان سنڌونديءَ جو وهڪرو جابلو علائقي جي رڪاوٽن کي اورانگهي، اتر پنجاب جي ميداني علائقي ۾ وهي ٿو. هن ميداني پٽ ۾ سنڌو ندي ڇڻ ڪجهہ وقت لاءِ ساهي پٽي، سانتيڪي وهڻ لڳي ٿي. اهڙي سانت رڳو هوءَ اسڪردو واري ماٿريءَ ۾ اختيار ڪري ٿي، وري اڳتي جبلن سان جهيڙيندي اصل کان ڀيٽو پنڌ مڪمل ڪري ٿي.

سنڌوندي، چيلاس واري ماڳ کان گلگت ڏانهن ويندي، هزارين ڪلوميٽرن جي رُخ تي وهندي اوچتو وڏن جبلن سبب وڪڙ کائي ڏکڻ ڏانهن لڙي وهي ٿي. اهو نظارو ڀرسان واري مارڳ تان صاف ڏسي سگهجي ٿو. سنڌو هڪ سؤ ميل هيٺ هڪ ڀٽرائين پيچري وارو لڪ اُڪري پشاور واري ماٿريءَ ۾ داخل ٿئي ٿي. اتان سنڌو ڏکڻ ڏانهن وروڪڙ واٽ کان وهندي، هندوڪش جبل ۽ ڪاري جبل جي وچان لنگهي ٿي. هن ماڳ تي برف سان ڍڪيل ناگاپربت جي ٽيون نمبر وڏي اُتاهين چوٽي موجود آهي. ناگاپربت سنڌونديءَ جي ڇاڙهون ڇاڙهون ٿي وهندڙ نديڙن وهڪرن آڏو ۽ ڀرپاسي ۾ هڪ وڏي ڀت جيان اُڀي نموني بيٺل آهي.

مينهوڳيءَ جي مند ۾ سنڌونديءَ جون هي ڇاڙهون وڏيڪ خطرناڪ نموني وهنديون آهن. سنڌوءَ جي هن وهڪري جي ڇاڻ تمام گهٽ ماڻهن ڪي آهي، مشڪل سان ڪو قافلو هتان کان سنڌوءَ کي پار ڪندو آهي، ڇو تہ هتي سنڌوءَ جي ڪنار سان ڳوٺ پڻ گهٽ آهن.

سنڌونديءَ جي هن ماڳ تي ڪي تمام ٿورا سخت جان ماڻهو جابلو ٽڪرين جي غارن ۽ ڦاٽن ۾ پنهنجا گهر ناهي رهندا آهن. هتي وڻ ٽڻ بہ تمام گهٽ ٿين ٿا. ميلن تائين چانديءَ جهڙا جبل آهن. هنن اتاهين چوٽين کان گهڻو هيٺ آدجڳاد کان سنڌو درياهہ ڀرپور مستيءَ سان وهندو پيو اچي.



سنڌوءَ جي پارتو ندي: سوان

پوٺوهاري زمين، سنڌونديءَ جو سڀ کان مٿانهون پٽ ۽ هڪ اهم علائقو آهي. لفظ پوٺوهار جي معنيٰ: "ڪامن ۽ ڪڏن واري ڪڙٻڙ ۽ پوٺي واري زمين آهي، جيڪا سنوت ۾ نہ هجي". پوٺوهاري جبلن ۾ سنڌوءَ جو هڪ ٻيو وڪڙ جوڙي، نانگ وانگر ٻہ وڪڙ ڏئي، جبلن جي پاسي کان لنگهي وڃي ٿي. هتي سنڌوءَ جي لاهي 100 فوٽ آهي.

پوٺوهاري پٽ (Potowar Plateau) جون جاگرافيائي حدون، اتر ۾ مارگلا ٽڪريون، اوڀر ۾ جهلم ندي، اولهہ ۾ سنڌو ندي ۽ ڏکڻ ۾ لوڻائين ٽڪرين سان ملن ٿيون. هن علائقي ۾ 'سوان ندي' وهي ٿي، جنهن ۾ راولپنڊيءَ جي اتر ۽ اوڀر وارين جابلو ماٿرين جو پاڻي اچي پوي ٿو.

سوان ندي (Soan River) ڪالاباغ کان ٿورو اتر ۾ سنڌونديءَ سان سنگم ڪري ٿي. هن نديءَ جو ذڪر پڻ رگويد ۾ 'سشوما' (Sushoma) نالي سان آيو آهي. هيءَ ندي ڀارت (Bharta) جي ديومالائي ندين ۾ شمار ٿئي ٿي. هيءَ ندي پٽاريٽا (Patriata) ۽ مري جبلن (Murree Hills) جي وَٽِ مان ٻن ڳوٺن وٽان پنهنجو اوائلي وهڪرو

جوڙي وهي ٿي. هيءَ ندي اسلام آباد ’سملي بند‘ (Simly Dam) کي پاڻي فراهم ڪري ٿي. ڪيترن جبلن مان لنگهندي لهترار (Lehtrar) ۽ ڪهوٽا (Kahuta) وارا جابلو پاڻيءَ جا جهرڻا ڳوٺ گگري، سهالا ر وٽ هن نديءَ ۾ اچي ڪِرن ٿا ۽ اڳتي هلي هيءَ ندي پڻ سنڌونديءَ سان وڃي ملي ٿي.

سنڌونديءَ جي ڪابي پاسي واري ڪناري ڪان ٿورو وٿيرڪو هري پور لڳ هڪ شهر تربيلا آهي، هتي سنڌونديءَ تي شاهي تربيلا بند جڙيل آهي. ان بند ٺهڻ ڪان اڳ اهو هڪ ننڍڙو ڳوٺ هو. هن پوٺوهاري مٿاهين پَٽ جي اتر ڏِس ڪان پوٺوهار ندي (Potowar River) هن جي جابلو جوءِ ۽ واريا‌سي ميدان ۾ داخل ٿئي ٿي. هتي هوائون گهلنديون آهن ۽ برسات بہ جام پوندي آهي. هتي جابلو نئين جا وهڪرا بہ جام آهن. هي مٿاڇرو پَٽ سمنڊ ڪان ٻہ هزار فوٽ (2000 feet) مٿانهون آهي. اتر پاسي هماليا جبل ۽ اوپر پاسي وارو هي ميداني علائقو سنڌو- گنگا ماٿريءَ تائين وڃي رسي ٿو ۽ اتر هندستان جو پاسو ڏيندو ڪلڪتي تائين لاڳيتو هليو وڃي ٿو.

سنڌونديءَ جي اولهہ پاسي ڪابل نديءَ جي ماٿري آهي، جيڪا افغانستان جي جبلن مان ٿيندي اڳتي ٿي. هتان جي زمين جو رنگ پورو آهي. ڪٿي ڪٿي ساوڪ پريا پٽ ۽ لوَن جا وڻ جام نظر ايندا آهن.



هندوڪش جابلو سلسلو

جتي هن وقت تربيلا ڊيم جڙيل آهي، اُتي اڄ ڪان 50 ورهيہ اڳ سنڌوءَ جو ٿور- وقتي وهڪرو پهچي هڪ وڏي ايراضيءَ کي سيراب ڪندو هو. سياري ۾ سنڌوندي هتان ٻارهن چاڙهن ۾ ورهائجي وهندي هئي، جن جي وچ تي واري، جيڪي مٽيءَ ۽ ننڍڙين پٿرين سان ٺهيل ڊڙا هوندا هئا. وچ درياهہ تي تربيلا نالي هڪ ٻيٽ هو. جيڪو پاڻيءَ جي مٿاڇري ڪان ٽي فوٽ مٿي هوندو هو. هتي سنگ سماق (Granite Stone) جا ننڍيا وڏا، ساوا، ڪارا پٿر عام جام نظر ايندا هئا. اڄ اتي موجود تربيلا ڊيم دنيا جي وڏن بندن مان هڪ آهي ۽ اڄڪلهہ هتي هڪ شهر تربيلا بہ جُڙي ويو آهي.

سنڌوءَ جي هيٺئين پاسي وارو آبپاشي نظام. برطانوي حاڪمن ننڍي ڪند جي ضرورتن موجب جوڙيو هو. هن وقت اهو پوکي راهي ۽ توانائي حاصل ڪرڻ وارو آبپاشي نظام ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل ۽ انهن سمورين اهم ندين تي ٻڌل آهي. جيڪي سنڌوءَ سميت ڀارت جي حدن کي اورانگهي اچن ٿيون. سنڌونديءَ جي قدرتي جوڙجڪ ۽ وهڪ جي ڪري ان جو پاڻي هن ملڪ ۾ ڪتب اچي ٿو سنڌونديءَ بابت تحقيق ڪندڙ هڪ جاڪوڙي شخص جين فيئرلي ”تربيلا ڊيم جوڙڻ کي شينهن جي وات تي لغام چاڙهڻ“ برابر سڏيو آهي.

پوٺوهار علائقي جا جبل، سنڌونديءَ جي ڪنارن ڪان پري آهن. هيءَ ماٿري سوڙهي ۽ نانگ وڪڙن واري آهي. ڳاڙهن جبلن وچان سائي اوپڙ ۽ گاهن وارا ميداني ٽُڪرا ڏسڻ لائق آهن. ڪنهن ليکڪ لکيو آهي تہ، ”هتان جي سونهن جو تاثر اکرن ۾ بيان ڪرڻ مشڪل آهي.“



سنڌوءَ جي پارتو ندي: گلگت

هتي ساڄي پاسي ڪان گلگت ندي ٻن مکيہ پارتو ندين: شيوڪ ۽ شگار وانگر اچي سنڌوءَ سان ملندي آهي. گلگت ندي، شندُر ڍنڍ (Shundar Lake) مان نڪري ٿي. شندر چترال ڪان گلگت تائين هندوڪش جابلو سلسلي جي 3700 ميٽر/ 1200 فوٽ اتاهين ماڳ تي ’شندُر لڪ‘ جي صورت ۾ موجود آهي. هن ماڳ تي هزارين ورهين ڪان هر سال چترالي ۽ گلگتي رانديگر پولو راند کيڏندا پئي آيا آهن. جنهن کي اڄڪلهہ سڄيءَ دنيا جا سياح ڏسڻ ايندا آهن. هتي گلگت نديءَ جي پاڻيءَ جو رنگ نيرو ۽ سنڌوءَ جو رنگ ميٽائون پورو- ڪارسرو هوندو آهي. گلگت نديءَ جي سنڌوءَ سان، اولهہ پاسي ملڻ واري هنڌ ڪان ڏهاڪو ميل هيٺ استور نئن (Astor River) جو وهڪرو اچي ملندو آهي، جيڪو اوپر ڪان ڪشمير جي جبلن مان ٿئي نڪرندو آهي.

سنڌوندي، سوان نديءَ (Soan River) واري ماٿريءَ مان تمام تيز وهندي هئي، پر 1947ع ۾ جناح بئراج جڙڻ ڪانپوءِ پنهنجي اها تِک وڃائي ويٺي آهي. هن ماٿريءَ ۾ آباد آڳاٽا لوڪ پٿر واري دَور سان واسطو رکندا هئا، اهو اندازو هتان پٿر جا ٺهيل اوزار وڏي تعداد ۾ ملڻ لڳايو ويو آهي. هڪ اندازي موجب هي پٿر جو دؤر، سنڌو تهذيب جي قديم دورن ڪان گهڻو آڳاٽو آهي. بدر ابڙو پنهنجي ڪتاب ’سنڌوءَ جو سفر‘ ۾ لکي ٿو تہ، ”سوان ماٿريءَ ۾ 10 لک سال اڳ پٿر جي قديم دور جا انسان رهندا هئا. سال 86-1985ع ۾ ملندڙ پٿر جي اوزارن کي ڏسي ڪن ماهرن هتي جي انسان جي ڄمار 20 لک سال پراڻي طئي ڪئي آهي. هن ماٿريءَ ۾ ’راماپٿڪس پنجابڪس‘ نالي انساني نسل جو ڏاڏو رهندو هو

اُن 1.1 ميٽرن کان 1.2 ميٽر ڊگهي ۽ 40 ڪلو وزني انسان جي موجودگي ڏيڍ ڪروڙ ورهيه اڳ وارن انساني پنڊ پهڻن (fossils) مان ثابت ٿي آهي، جيڪي اٽڪ ضلعي جي ڳوٺن، نگري، ڍوڪ پٺاڻ ۽ چنجهي مان مليا آهن. هي علائقو انيڪ قسم جي جانورن: گهوڙن، هاٿين، هرڻن، سوئرن، بن مانسن جي پنڊپهڻن سان پُريو پيو آهي، جيڪي ستن ڪروڙن کان هڪ ڪروڙ ورهيه آڳاٽا چيا وڃن ٿا.

سوان ماٿريءَ کان ڏهاڪو ميل هيٺ لوڻ جبلن (Salt Range) جو سلسلو آهي. اتر کان هنن ٽڪرن جا پاسا ايڪپرا آهن ۽ پوڙو نه آهن. سنڌوندي هنن جبلن سان جنگاڻ ڪندي، جهيڙيندي وهندي رهي ٿي. سنڌو ندي آڳاٽي دؤر کان هنن رنڊڪ بڻيل جبلن کي وڏو وڪڙ ڏئي ڪوريندي ڪپيندي، هتان لنگهندي رهي آهي.

هتان کان هيٺ سنڌونديءَ جي پرتي ڪنڌ ڪابل نديءَ جي مشهور ماٿري پشاور به آهي. ڪابل ماٿريءَ جو هيٺيون پاسو وسيع آهي، جتان چمڪندڙ متاچري کان پاٽيءَ جا وهڪرا، واڱڻائي ۽ ميرانجهڙي اڇي رنگ جي جبلن وچان وهندي نظر ايندا آهن.

سوات ندي سنڌونديءَ جي هڪ پارتو ڪابل نديءَ ۾ وڃي ڇوڙ ڪري ٿي. سوات نديءَ کي پشتو ۾ مقامي ماڻهو ’سوات سيند‘ ڪري ڪوٺيندا آهن. اها ندي هندوڪش جبلن مان وهندي آهي ۽ ڪالام وادي ۽ سوات ضلعي مان لنگهي ٿي ۽ دِير جي هيٺئين ضلعي ۽ مالاڪنڊ مان گذري چارسده وٽ ڪابل نديءَ ۾ شامل ٿئي ٿي.

’سوڪڙيان‘ شهر کان پوءِ هڪ ڳوٺ شادي پور اچي ٿو، جنهن جي ساڄي ڪپ تي پشاور ضلعو اچي پورو ٿئي ٿو ۽ ڪوهاٽ ضلعي جي حد شروع ٿئي ٿي. هتي هڪ پتڻ ’سوڪڙيان‘ نالي سان آهي. هتي سنڌوءَ جا ٻئي ڪنارا اچي سوڙها ٿين ٿا ۽ سنڌو جبلن جي سوڙهه مان گجگوڙ ڪندي لنگهي ٿي. سوڪڙيان لڳ هڪ جابلو نئين سنڌوءَ ۾ اچي ڇوڙ ڪري ٿي. ڪوهاٽ کان پوءِ کاٻي ڪناري تي اٽڪ ضلعو آهي. اٽڪ اُڪرڻ کان پوءِ سنڌو اولهه طرف وهڻ لڳي ٿي.

پشاور سنڌوءَ جي پرتي ڪنڌ ندين وارين ماٿرين مان هڪ حسين ماٿري آهي. سنڌوندي، پشاور جي اوپر واري مٿانهين پٽ وٽان گذرڻ وقت ڪافي ويڪري ۽ تانگهي هوندي آهي. ان جو هي وهڪرو گهڻو ڊگهو آهي. ان ٿاڪ کان ٿورو هيٺ ڪابل نديءَ جو نيرو پاڻي سنڌونديءَ جي چانديءَ جهڙي وهڪري سان اچي ملندو آهي. ڪابل نديءَ کي ’لنڊاء سنڌ‘ (ننڍي سنڌو) به چوندا آهن. تاجڪ نسل جا ماڻهو هن نديءَ کي ’نيل آب‘ به چوندا آهن. ڪابل ندي اُپکنڊ جي اڪيلي ندي آهي، جنهن جو وهڪرو اوپر طرف آهي، جڏهن ته ٻيون سموريون نديون اتر کان ڏکڻ يا اتر کان اولهه/ اولهه ڏکڻ يا اتر کان اوپر/ اوپر ڏکڻ ڏانهن وهنديون آهن. ڪابل ندي هندوڪش جي سنگلاخ جابلو سلسلي مان 700 ڪلوميٽرن جو پنڌ ڪري افغانستان کان اچي اٽڪ واري ماڳ وٽ سنڌوءَ سان گوني ڪنڊ ٺاهيندي سنگم ڪري ٿي. هيءَ ندي پنهنجي سفر ۾ افغانستان جي شهرن ڪابل، ڪنهار ۽ جلال آباد کان ٿيندي خيبر پختونخوا کان 25 ڪلوميٽر اتر طرف ڊيورنڊ لائين (Durand Line) کي تورخم (Torkham) وٽان اورانگهي اچي ٿي. هيءَ ندي لالپوره کان وارسڪ تائين سفر جوڳي آهي. وارسڪ کان چارسده ڏانهن ايندي هيءَ ندي ڇئن ڇاڙهن ۾ ورهائجي وهي ٿي، جيڪي سردرياب، ناگمان، شاهه عالم ۽ بڌني جي نالي سان مشهور آهن، چارسده کان ٿورو هيٺ اهي



سنڌو ۽ ڪابل نديءَ جو ميلاپ

ڇاڙهون هڪ ٿي وڃن ٿيون. هن جون مک پارتو نديون، لوگر (Logar)، پنجشير (Panjshir)، النگر (Alingar)، باڙا (Bara) ۽ سوات (Sawat) آهن. هن نديءَ تي افغانستان جي ڪابل ۽ ننگرهار صوبن ۾ ناگهلو بند (Naghlu Dam)، سروبي بند (Surubi Dam) ۽ دارونتا بند (Darunta Dam) جوڙيل آهن. جڏهن ته پاڪستان ۾ وارسڪ بند (Warsak Dam) پشاور شهر کان 20 ڪلوميٽر اتر اولهه طرف جوڙيل آهي. ڪابل نديءَ جي سنڌو نديءَ سان سنگم واري ماڳ کان پوٺوهار وارو مٿانهون پٽ ختم ٿي ويندو آهي.

اٽڪ، سنڌونديءَ جو هڪ اهم ماڳ آهي، ان جي اهميت جو اندازو ان ڳالهه مان ڪري سگهجي ٿو، جو اڪبراعظم جهڙي بادشاهه هتي نظرداريءَ لاءِ هڪ قلعو جوڙايو هو، جيڪو اڄ به موجود آهي.



سنڌو درياهه، اٽڪ قلعو ۽ اٽڪ پُل جو ڏيک

پشاور شهر، سنڌونديءَ جي ساڄي پاسي الهندي ڪناري سان اڏيل آهي. اهو اٽڪ پل کان 20 ڪلوميٽر هيٺ ۽ تربيلا بند کان پڻ ايترو ئي وٿيرڪو آهي، جتان لاهر نالي اڄوڪو شهر ۽ اڳوڻو قديم سلاترا (Salatura)، هُند (Hund) کان 4 ڪلوميٽر اتر اولهه ڏانهن آهي، هُند شهر، گنڌارا جي گاديءَ جو هنڌ هو. هي شهر ٽيڪسيلا يونيورسٽيءَ جي هڪ

استاد ۽ سنسڪرت جي وياڪرڻ (Grammer) جوڙيندڙ عالم پاڻنيءَ جو جنم وارو ماڳ به آهي. پشاور وٽ سنڌوءَ جو ماڳ اٽڪ آهي. 'اٽڪ' جي معنيٰ روڪ يا رنڊڪ آهي. اهو لفظ سنڌي ٻوليءَ ۽ سنسڪرت ۾ پڻ ساڳي معنيٰ سان موجود آهي.



اٽڪ وٽ سنڌونديءَ جو گهوڙا ترپ نالي چور لڪ

سنڌونديءَ جو پاڻي اٽڪ کان خوشحال ڳڙهه تائين 300 فوٽن جي لاهيءَ کان هيٺ ڪِري ٿو ۽ گهوڙا ترپ (گهوڙي ٽپ) کان 100 فوٽ هيٺ لهي ٿو نوري پير وارو ماڳ اٽڪ پل کان مٿي آهي، ڪابل ندي ان کان به مٿي آهي. سنڌوءَ جو وهڪرو هڪ ڀيرو وري اٽڪ واري ماڳ وٽان سوڙهو ۽ گهرو ٿي، ٽڪرين جي هڪ سلسلي 'چور لڪ' (Gorge) مان لنگهندو آهي. هن چور لڪ مان پاڻيءَ جو گذر اندازاً ساڍا ٽي لک ڪيوسڪ (3,50,000 cusic) آهي.

اٽڪ وٽ سنڌوندي روڪ ۽ رنڊڪ وارن جبلن جي سوڙهه مان لنگهندي هڪ 'عظيم سنڌو وڪڙ' (Great Indus Bend) ٺاهي ٿي. هتان سنڌو جبل جي وراڪي کان بچڻ لاءِ جبل جي ڪڇ ۽ ساڄي پاسي گهٽ هٽي اندازاً 10 ميل اتر اولهه ڏانهن نڪريو وڃي. ان ڪري هن تي 'اٽڪ' نالو پيو آهي. اٽڪ شهر کان پوءِ بسيال ۽ پوءِ خوشحال ڳڙهه اچي ٿو هتان سنڌوءَ جو فاصلو اٽڪل روءِ 75 ڪلوميٽر ٿيندو. اٽڪ وٽ سنڌوءَ جو پاڻي اهڙو ٿڌو هوندو آهي، جهڙو 'ڏاکڻي جميل مهاسمنڊ' (Arctic Ocean) جو پاڻي هجي. اٽڪ ۽ ڪالاباغ جي وچان هڪ ميل ڊگهي، جابلو لنگهه مان سنڌو ائين تکي وهندي آهي، ڄڻ ڪنهن جابلو لاهنديءَ تان وهندي هجي. ڪالاباغ کان سمنڊ تائين جو فاصلو 950 ميل ٿيندو ۽ اتان سنڌو نديءَ جي وهڪ سامونڊي سطح کان 700 فوٽ مٿي آهي. اٽڪ کان خوشحال ڳڙهه ۽ ڪالاباغ جي وچ ۾ سنڌونديءَ جي ٻنهي ڪنارن سان موجود جبلن جي اوچائي سمنڊ جي سطح کان 1000 کان 1500 ميٽرن جي وچ ۾ آهي، جڏهن ته سنڌوءَ جي سطح 200 کان 400 ميٽرن جي وچ ۾ آهي. خوشحال ڳڙهه وٽ اُلهنديون ٽڪريون سمنڊ جي سطح کان 300 ميٽر مٿي آهن. هتان کان اولهه ڏانهن ڪوهاٽ، هنگو ۽ ٻيا ننڍا ننڍا افغان سرحدي شهر موجود آهن.

نوري پير کان گهوڙا ٽپ (گهوڙي ٽپ) هڪ سوڙهو لڪ آهي. هن ماڳ تي سنڌوءَ جو پيٽ ننڍي ۾ ننڍو آهي. هتي وڏن جابلو پٿرن تي سنڌوءَ جي آنڌل لٽ ۽ واري وري وئي آهي. ان واريءَ کي مقامي ماڻهو چاڻي سون ڪيندا آهن. ان جو مطلب اهو ٿيو ته ڪالاباغ کان مٿي ڪنهن هنڌ سون جي کاڻ يا کاڻيون موجود آهن. جتان سنڌوندي، سون جا ذرا وهايو ڪٽي اچي ٿي. هن ماڳ کي 'گهوڙا ٽپ' ان ڪري چيو ويندو آهي، جو هتي جي لوڪ ڪٿا آهي ته هتان حضرت علي رضہ جي گهوڙي ٽپ ڏنو هو. سال 1205ع ۾ جلال الدين شاهه خوارزم هتي چنگيزي لشڪر جو مقابلو نه ڪري سگهيو هو ۽ سٺ فوٽ اتاهين چپ تان سنڌوءَ ۾ پاڻ کي ڪٽي اڇلايو هئائين. هي اهو ئي شاهه خوارزم هو جنهن پوءِ پنجاب ۽ سنڌ ۾ ظلم جي باهه ٻاري ڏني هئي. سنڌوندي، ڪالاباغ ۽ نوري پير وٽان اڪري ٻنهي پاسن کان وڌيڪ جابلو چپن مان چاڻون چڙهندي ۽ گجندي لنگهي ٿي.

ڪالاباغ وارو ماڳ سامونڊي سطح کان 700 فوٽ مٿي آهي ۽ اتان کان سمنڊ 950 ميل پري آهي. هتان کان اٽڪ تائين سنڌو ڇهن چور لڪن مان گذري ٿي. هڪ گهوڙا ترپ ۽ ٻيو ڪالاباغ لڳ آهي، جيئن سنڌ ۾ ڇئن چور لڪن: سکر چور لڪ، اروڙ چور لڪ، ڄام شورو چور لڪ، جنگشاهي چور لڪ مان گذري ٿي. ان ڪري ڪيڏيون به ٻوڏون اچن، ڪالاباغ وارو شهر نه ٻڏندو آهي. اهڙو ٻوڏ جو سلسلسو هڪ سؤ ورهين ۾ هڪ يا ٻه ڀيرا وڏي ٻوڏ جي صورت ۾ ٿيندو هوندو هتي سنڌوءَ جو وهڪرو 200 والن کان ٿورو وڌيڪ ٿيندو هي وهڪرو ڪنهن لشڪر جي گهوڙن جي سنبن جهڙا آواز ڪيندو ۽ گجگاهه ڪندو وهندو آهي. گهيڙن، گهتن ۽ ڪُنن مان ڦيرا ڏئي، وڪڙ کائي سنڌوءَ جو پاڻي اڳتي وڌندو رهندو آهي، هر طرف سنڌوءَ جي گجگوڙ پئي ٻڌبي آهي. ان ڪانپوءِ سنڌوندي 20 ميلن ۾ پکڙجي، سانتيڪي ٿي وهڻ لڳي ٿي.

ميانواليءَ کان مٿي سال 1947ع ۾ سنڌونديءَ تي جناح بئراج جوڙيو ويو اهو سنڌوءَ جي پاڻيءَ تي پهريون رُڪاوٽ هو ۽ ساڳيو ڄامشوري واري ڪوٽڙي بئراج جو منظر هڪ پاسي پاڻي ۽ ٻئي پاسي وارِي نظر اچي ٿي. سنڌونديءَ جي هيءَ سانت سنڌ ۾ داخل ٿيڻ مهل تِڪ ۾ تبديل ٿئي ٿي.



اسپن گهر جبل

ڪالاباغ واري ماڳ کان ٽيهه ميل هيٺ ساڄي پاسي کان سنڌوءَ جي پرتي ڪندڙ آخري ندي، ڪرم ندي (Kurram River) اچي ان سان سنگم ڪري ٿي، جيڪا افغانستان جي سرحد سان لڳولڳ مٿانهن جبلن وٽان وهي ايندي آهي. ڪرم ندي 'اسپن گهر جبلن' (Spin Ghar Mountain) مان وهندي اچي ٿي. ڪرم ندي 80 ڪلوميٽر

ڊڪڻ- اولهه ڏانهن افغان- پختونخوا بارڊر ڪان جلال آباد ڪان وهندي اچي ٿي. قديم زماني ۾ هن جو سنڌو وهڪرو ڪابل (Kabul) ۽ گرديز (Gardez) اتر اولهه ۾ پاڪستان جي خيبر پختونخوا صوبي ڏانهن وهندو هو. هن وقت ڪرم نديءَ جو گس 'پئي وار ڪوتل لنگهه' (Peiwar Kotal Pass) وٽان 11283 فوٽ/ 3439 ميٽر مٿاهين ماڳ تان 20 ڪلوميٽر پاراچنار (Parachinar) ڪان اولهه ڏانهن آهي، جتي گهڻي برف پوڻ ڪري سال جا ڪيترا مهينا هن جو گس بند رهندو آهي. رگويد ۾ هن نديءَ جو نالو ڪرمو (Krumu) آهي ۽ پشتو ٻوليءَ ۾ هن نديءَ جو نالو 'دا ڪرمي سيند' آهي، جنهن جو مطلب 'ڪرم ندي' آهي. هيءَ ندي افغانستان جي ماڳن، پڪتيا (Paktia) ۽ خوست (Khost) صوبن ڪان ٿيندي ڪرم ايجنسي (Kurram Agency) ۽ اتر وزيرستان، خيبر پختونخوا ڪان ٿيندي اچي ٿي. ڪرم ندي 200 ميلن/ 320 ڪلوميٽرن جو پنڌ طئي ڪري عيسيٰ خيل جي ويجهو سنڌونديءَ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي.



ڪرم ندي

هڪ سائنسي ابياس جي موجب ڌرتيءَ جي اترئين اڌ گولي (Northern Hemisphere) وارا سمورا وڏا درياهه اولهه ڏانهن پنهنجي ڪا هڪ يا هڪ ڪان وڌيڪ ڇاڙهون وهائيندا آهن. ان ريت سنڌونديءَ جي اولاهين ڇاڙهه جي ڪاڻ سبب عيسيٰ خيل واري علائقي مان گهڻ زميني پٽ، ڪنجي سنڌوءَ جي اوپر واري پاسي اچي ويو آهي. انهي علائقي کي 'ڪچي' چيو وڃي ٿو جيڪو سنڌي لفظ 'ڪچي' جي هم معنيٰ آهي.

سنڌونديءَ جو اوپر وارو علائقو سَرن جي ٻوڙن ۽ لوَڻ جي جهنگ ڪانسواءِ ٻي ڪا به اوپڙ نه ٿو پيدا ڪري. سنڌوندي هن عيسيٰ خيل واري علائقي کي ڪڏهن ٻنهي پاسن ڪان ڦري 'ٻيٽاڙ' بڻائيندي آهي، ڪڏهن سڄو ٻيٽ پاڻي ويندي آهي ۽ ڪڏهن وري ان ٻيٽ کي ڇڏي اوپر ڏانهن لڙي وهندي آهي. ان ريت عيسيٰ خيل جي قبيلي وارا مارو ماڻهو ڪڏهن اتان لڏيندا ۽ ڪڏهن اتي رهي پوڪون پوکيندا ۽ آباديون ڪندا رهيا آهن.

سنڌونديءَ جي وهڪري سان گڏوگڏ لوڻ جبلن وارو سلسلو (Salt Range) ڏکڻ پاسي ڪان گهٽجو هيٺ مٿي ايڪيرو ۽ پگهل تتل نظر اچي ٿو ان جي تري سان لگولگ سنڌوءَ جو ميداني علائقو شروع ٿي ويندو آهي. هن جبل جي هيٺئين پاسي ڪاهيون ۽ ڏار آهن، جن ۾ سنڌوءَ جو وهڪرو داخل ٿيندو آهي.



لوڻ جبلن جو سلسلو

هن ماڳ تي سنڌوءَ جي اولاهين ڪنار سان هڪ واهڻ ڪالاباغ ۽ ايرندي ڪناري تي ماڙي انڊس واري وسندي واقع آهي. سنڌ جا ٽالپر حڪمران اصل ۾ هن ماڙي انڊس جا مالوند ماڻهو هئا. هتي سنڌوءَ جو پيٽ اچا به وڌيڪ سوڙهو ٿي وڃي ٿو هن ماڳ تي سنڌوءَ جو وهڪرو ايڏي ڏيرج ۽ ماٺار سان وهندو آهي، جو محسوس ٿيندو آهي ته سنڌوءَ جي پاڻيءَ ۾ ڪا لهرئي نه آهي. اُن جي ابتڙ هتان ڪان ٿورو هيٺ جڙيل پل جي موڪرن ٿُلهن سان سنڌوءَ جي وهڪري جو پاڻي ڪُن جوڙي ڪڙڪا ڪري وهندو آهي، اُن مان سنڌوءَ جي تک ۽ وهڪ واري سگهه صاف ظاهر ٿئي ٿي. هن پل ڪان وٺي پنجاب جو وڏو ۽ ويڪرو ميداني علائقو شروع ٿئي ٿو جتي سنڌوءَ جي پاڻيءَ جي پالوٽ ڏهن ميلن واري ويڪري پيٽ ۾ پکڙيل آهي ۽ هتان سنڌوءَ جو وهڪرو ڏکڻ ڏانهن هلندو وڃي ٿو ڪالاباغ ڊيم وٽ سنڌوءَ جي پيٽ ۾ هيٺئين پاسي وارو پاڻي لڙائيل هوندو آهي.



عيسيٰ خيل وٽ سنڌونديءَ جو هڪ خوبصورت ڏيک

ڪالاباغ واري ماڳ وٽان ڏکڻ ڏانهن عيسيٰ خيل وارو علائقو سنئون سڌو هڪ سوڙهو زميني پٽو آهي، جتي صدين ڪان وٺي سنڌونديءَ جي هڪ ڇاڙهه اولهه ڏانهن سرڪندي رهندي آهي.

ڪالاباغ ڪان هيٺ جناح بئراج آهي، اهو بئراج 1946ع ۾ ٺهيو هن بئراج سنڌونديءَ کي نستو ڪري ڇڏيو آهي.

اڪبر بادشاھ جي دور ۾ پنجاب جي ندين وارا سمورا 'دوآبا' مختلف سرڪاري نالن سان سڏبا هئا، جيڪي اڄ ٿي مروج مقامي نالا هئا. ان ريت، ستلج ۽ بياس ندين جي وچ واري علائقي کي 'بستي جلندر'، بياس ۽ راوي ندين جي وچ وارو علائقو 'باري دوآب'، راوي ۽ چناب ندين جي وچ وارو علائقو 'رچنا دوآبو'، چناب ۽ جهلم ندين جي وچ وارو علائقو 'چن بهاٽ' ۽ 'سنڌو ۽ جهلم' جي وچ واري ايراضيءَ کي 'سنڌ ساگر دوآب' چيو ويجي ٿو.

ان دور جي سرڪاري رڪارڊ موجب هنن ڇهن درياهن جو علائقو اوڀر کان اولهه ستلج کان بياس تائين 50 ڪوهه، بياس کان راوي، 17 ڪوهه، راويءَ کان چناب، 30 ڪوهه، چناب کان جهلم 20 ڪوهه ۽ جهلم کان سنڌوءَ جو فاصلو 68 ڪوهه هو.

سنڌونديءَ جو 1800 ميلن جو ڊگهو سفر، سنڌ اندر ڪشمور جي اتر کان عربي سمنڊ تائين صرف 580 ميلن جو سفر آهي ۽ ان بعد سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿي. سنڌو طاس جي سمورين ندين جو گڏيل پاڻي 170 ملين ايڪڙ فوٽ آهي، جيڪو نيل نديءَ کان ٻيڻو ۽ دجله فرات کان ٽيڻو آهي. ستلج، بياس ۽ راويءَ جو 33 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي انڊيا کي ملي ٿو ۽ باقي 137 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي بچي ٿو جنهن کي زرعي مقصد لاءِ ڪتب آڻڻ واسطي ڪيترا بئراج جوڙيا ويا آهن.

تونسه بئراج کان هيٺ سنڌونديءَ جي الهندي ڪناري سان ديري غازي خان، ان کان گهڻو هيٺ ڄام پور آهي. ڄام پور کان اڳتي سنڌونديءَ جي الهندي ڪپ سان راڄڻ پور شهر ۽ ان کان ٿورو اڳتي پنجنَد وارو شهر مٺڻ ڪوٽ ۽ اُن جو مٺڻ ڪوٽ پتڻ آهي، جيڪو هاڻي تباهه ٿي ويو آهي. علائقي جي هڪ روايت بيت جي صورت ۾ هن ريت ملي ٿي:

اُچا ڪوٽ اَمروٽ دا، تلي وهي درياهه،
مين مڇلي هان درياهه دي، تون بگلا بڻ ڪي آ

هن امرڪوٽ کان اڳتي رحيم يار خان ضلعي جا شهر، خان پور ڪتوره ۽ صادق آباد اچن ٿا. صادق آباد کان اڳتي وڃڻوٽ وارو ماڳ آهي، جتي جي چولستان ۾ وڃايل درياهه هاڪڙي تي وسيل انيڪ شهر آباد هئا ۽ هتان کان سنڌ جي علائقي اباوڙي ۾ داخل ٿجي ٿو.

سنڌو سڀيتا جا ماڻهو درياهه جي اهميت ۽ ان جي سموري سگهه کان واقف هئا. هُو 5000 ق. م کان پوکي راهيءَ جو هنر چڱيءَ ريت ڄاڻندا هئا.

سکر وٽان اوڀر کان اولهه ڏانهن وهندڙ سنڌو نديءَ جي پيٽ ۾ هڪ ايڪڙ ايراضيءَ وارو ٻيٽ خواجه خضر جو آستانو آهي، بکر کان سنڌونديءَ جي لهواري پاسي هڪ سهڻو ٻيٽ 'ساڌٻيلو'، هڪ تيرٿ آستان آهي.

سکر شهر، سنڌونديءَ جي الهندي ڪناري تي جڙيل آهي ۽ بئراج کان مٿي پنهنجو وجود رکي ٿو هتي سنڌونديءَ جو وهڪرو سامونڊي سطح کان 200 فوٽ مٿي آهي.

سنڌ ۾ سنڌونديءَ جي موجوده وهڪري جي سڀ کان اهم ڳالهه سکر وٽان چُنائين ٽاڪرو چورلڪ (Gorge) مان گذرڻ آهي. هن چور لڪ جي سامهون بکر جو ٽاڪرو ٻيٽ آهي، جتان کان هيٺ ساڌٻيلي واري ٻيٽاريءَ کان مٿي سنڌونديءَ جو پيٽ اوراڙ کان پراڙ 600 والن کان مٿي آهي. هي هتان کان اوڀارو سنڌونديءَ جو وڏ کان وڏ پيٽ ٿيندو ۽ سنڌوندي اُتي 12 ميلن جي ايراضي والاري ٿي.



سکر ويجهو سنڌونديءَ جو هڪ منظر

هتي سنڌونديءَ تي 1932ع ۾ دنيا جو سڀ کان اهم بئراجي نظام، سکر بئراج جي شڪل ۾ جوڙيو ويو هو. گڊو بئراج کان سکر بئراج 80 ميل وڇوٽيءَ تي آهي، هتي سنڌوءَ جي لاهوندي 50 کان 200 فوٽ ٿيندي. هتي بنا ٿنين واري لئنسڊائون پل سان گڏ ايوب پل به ريلوي ۽ ٻين گاڏين جي اچ وڃ لاءِ جڙيل آهي. هتي سنڌو درياهه سامونڊي سطح کان رڳو 250 فوٽ مٿاهينءَ تي وهي ٿو. اتان کان ٻه ميل اتر طرف ڪيترا ميل ويڪرو هيٺانهون لتاشوپٽ آهي.

سنڌوندي هن ميدان مان وڌيڪ آسانيءَ سان وهي سگهي ٿي، پر سنڌونديءَ جو لڳاتار 8 صدين کان هن سوڙهي لڪ مان گذرڻ جو ڪارڻ ڀون وگيانين (Geologists) اهو ڏنو آهي ته، "قديم زماني ۾ سنڌو خيرپور وارين ٽڪرين جي چوڌاري پکڙيل ميدان مان لنگهندي هئي. اتي ان جو پيٽ، درياهي لٽ جي گڏ ٿيڻ جي ڪري مٿيرو ٿيندو ويو. انهيءَ پيٽ مٿي ٿيڻ واري قدرتي عمل ڪانپوءِ سنڌو ندي اوڀر ڏانهن وهڻ لڳي. ان ريت اتي واري زمين جو مٿاڇرو مٿي ڪري وري اولهه ڏانهن لڙي وهڻ لڳي. اِهو ان ڪري ٿيو جو خيرپور ٽڪرين وارو مٿاڇرو روهڙيءَ وٽ هڪ وٿيءَ سان هڪ سطح تي اچي بيٺو. جيئن ته انهن ٽڪرين جي ڏکڻ ۾ سٽيل لٽ جو مٿاڇرو اتر واري مٿاڇري کان گهٽ هو ان ڪري سنڌوءَ کي انهيءَ ٻن ٽڪرين جي وچ واري چور لڪ (Gorge) مان وهڻو پيو جتي سنڌوءَ جي ويڪر اڌ ميل کن ٿيندي. سنڌوندي هتان قديم ايامن کان ڪڏهن الهندي ۽ ڪڏهن اڀرندي کان وهندي رهي آهي.

گهڻو اڳتي هلي سنڌونديءَ جي ساڄي ۽ کاٻي ڪپ تي دادو ۽ موري جا اهم شهر آهن، جيڪي پاڻ ۾ درياهي پل وسيلي ڳنڍيل آهن.

سيوهڻ، سنڌ جو قديم شهر آهي، جنهن کان سنڌوندي ٻه ميل اوڀر ۾ سامونڊي سطح کان 111 فوٽ مٿاهينءَ تي وهي ٿي. اولهه پاسي کان لڪيءَ وارن جبلن جي قطار لاڳيتو هلندي وڃي ٿي، وچ ۾ سنڌوءَ

جي ڪنار سان ڪيترا قديم شهر آباد آهن. انهن ئي جبلن ۾ سنڌوءَ ڪناري وسيل سن شهر کان اوڀر طرف 20 ميلن جي پنڌ تي رنيڪوٽ جو تاريخي قلعو آهي. سن کان اڳ ۾ سنڌو سڀيتا جو هڪ قديم ماڳ آمري اچي ٿو جتي سنڌو سڀيتا جا موهن جي دڙي کان به قديم دور جا آثار موجود آهن. اتان کان جام شوري تائين سنڌوءَ جو وهڪرو 1758ع کان وٺي ڪوٽڙي - حيدرآباد چورلڪ کان وهي رهيو آهي.

سال 1955ع ۾ ڪوٽڙي جڙڻ کان اڳ حيدرآباد جي ڏکڻ طرف هڪ غيرآباد علائقو هو. ان وارياسي ۽ غيرآباد رڻ پٽ مان سنڌوندي، سامونڊي سطح کان 70 فوٽ مٿاهينءَ تي وهندي آهي، جنهن جي ڀنهي ڪنڌين سان نيڻ نهار تائين لَوَن جا وڻ موجود هوندا هئا، ۽ اڄڪلهه هڪ وڏو زرخيز ۽ آباد علائقو آهي.

سنڌوندي هڪ پورالي ندي آهي. هن نه رڳو ميداني علائقا ٺاهيا آهن، پر ڪيترا شهر تباهه ڪيا ۽ ٻيلا ٻوڙي ڇڏيا آهن. سن 1862ع ۾ ڪوٽڙيءَ کان 24 ميل مٿيرو ڪارو ٻيلو درياهه لوڙهي ڇڏيو. 1863ع ۾ ڏاراجا ٻيلو، 1864ع ۾ سونڊا ٻيلو، 1863ع ۾ سامتيا ٻيلو لوڙهي ڇڏيو. پاتال شهر جا ڪنڊر به هن پورالي نديءَ جي مستاني چال جو داستان ٻڌائين ٿا. 1895ع ۾ گدو بندر وٽ درياهه جو پاڻي 17 فوٽ چاڙهه ڪيو هو. جنهنڪري ڪلري ۽ ٻگهاڙ درياهي ڦاٽن جا بند ڀڃي پيا هئا ۽ خريف جو فصل ٻڏي ويو هو. حيدرآباد وارو دوآبو ٻن واهن واڏو واهه ۽ فسادي واهه جي ڪري 'دو آبو' سڏيو ويو. فسادي654 واهه اهڙي درياهي چاڙهه جي چنبڻ هئي، جنهن وسيلي ٻوڏ جو واڌو پاڻي ٽالپر اميرن جي شڪارگاهن ۽ ڪچي جي ترائين ۾ ڇڏيو ويندو هو. انگريزن سنڌوءَ جي چاڙهه جي ماپ وٺڻ لاءِ 1848ع کان 1896ع ۾ بکروٽ ڏين ٻيلي ۽ لاڙ ۾ ڪوٽڙي ۽ جهرڪن وٽ انتظام قائم ڪيو هو.

هي (حيدرآباد وارو) علائقو سنڌوءَ جو تمام گهڻو آباد، سرسبز ۽ شاداب علائقو آهي، جتي باغ به عام جام آهن. قديم زماني ۾ هي سنڌونديءَ جي چوڙ وارو علائقو پاتال (Patala) سڏبو هو. سنڌونديءَ گنجي ٽڪر تي آباد موجوده حيدرآباد شهر وارن ڀنهي پاسن جي زمين کي پنهنجي لَٽ ذريعي زرخيز ڪيو ۽ پنهنجو ڪيٽيائي ماڳ اڃا گهڻو اڳيرو ڪري ڇاهيو سڪندر جي ڪاهه (326 ق. م) وقت هي ماڳ پٽالا مشهور هو. جتان سنڌوءَ وسيلي ٺٽي ڏانهن ويندي ڪيترائي ننڍا وڏا شهر ۽ ماڳ آباد آهن. ڪوٽڙي شهر سنڌوءَ جي الهندي ڪناري تي آباد آهي. ان جي ڀرسان پاسي ديوان گدومل جي نالي تي قائم قديم 'گدو بندر' آهي. هتان کان ٿورو اڳيرو 'گُلان ڳاٽئيءَ جو ڳوٺ' [هاڻي ٽنڊو غلام حسين] هو. جنهن ميان غلام شاهه ڪلهوڙو ڀڳڻو سنڌ جو حاڪم جٽيو هو.

ڪوٽڙيءَ کان اڳتي سنڌونديءَ جي ڪنڌيءَ سان اونڪر ۽ جهرڪ شهر جون وسنديون آهن. اونگر ويجهو هڪ ٽڪريءَ تي قديم پٿر جي دور (Paleolithic Era) جي اوزارن جوڙڻ جي صنعت واري ڪاريگريءَ جا نشان ملن ٿا. هتي چقمقي پٿر جهمپير تائين ليئي ٿو.

جهرڪ کان اڳتي سنڌوءَ سان لڳ ڀڳ ڪينجهر ۽ سونهري ٻه ڍنڍون، سونڊن جو قديم قبرستان، هيم ڪوٽ ۽ ٻيا ڪيترائي قديم آثار موجود آهن. ڪينجهر ڍنڍ پڻ جابلو نئين ۽ سنڌوءَ جي جوڙيل درياهي ڀاڏ آهي، جتان اڄ به مٺو پاڻي ڪراچيءَ واسين کي رسايو وڃي ٿو.

سنڌونديءَ تي جهرڪ ۽ سونڊا پتڻ ماضيءَ جا اهم پتڻ هئا، جتان ٻيڙيون ۽ ٻتيلا مختلف واپاري شيون کڻي ٺٽي، ڪڙڪ بندر، وڪابندر ۽ ٻين بندرن ڏانهن ويندا هئا.

سنڌونديءَ جي الهندي ڪناري تي آباد ٺٽو شهر سنڌ جي گاديءَ وارو شهر رهيو آهي، هي شهر سنڌونديءَ سان لڳ مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي آباد آهي. هي ماڳ هڪ مٿانهون مقام آهي. ديبل تائين جا لوڪ مڪليءَ واري ٽاڪ تي ڏکين ڏينهن ۾ اچي ڏاڍو ڪندا رهيا آهن. ديبل طرف



سنڌونديءَ جا ماتيڙا ملاح

آيل هڪ سامونڊي طوفان (سونامي) جي ڪري ئي هي علائقو وڏيڪ آباد ٿيو پيرپٺي ديبلائيءَ جو هڪ بيت تاريخي تذڪرن ۾ ملي ٿو:

ديبل پاسي ڏڪيلجي، آيو آب اپار،
مڪلي ماڳ مٿاهون، ٿياسون ڏارون ڏار.

سنڌوندي، مڪليءَ کان ڏکڻ ڏانهن ويندڙ ٻن جاڙن شهرن: 'غلام الله' ۽ 'ور' کان لنگهي، پيرپٺي واري ٽڪريءَ ڏانهن سڌي وهندي وڃي ٿي. هي ٻئي شهر سنڌونديءَ جي قديم قدرتي ڦاٽ بگهياڙ تي جڙيل آهن. بگهياڙ ڦاٽ مڪليءَ ٽڪريءَ کي ٻن پاڳن ۾ ورهائيندو اولهه ڏانهن وهندو، ساڪري کان لنگهي سمنڊ ۾ وڃي پوي ٿو. وات تي اڏيرو پتڻ آهي، هي پتڻ درياهه پنئين جو جوڙيل آهي. هتان کان جنگي سر ڏانهن ويندي، سنڌونديءَ جي پڇڙيءَ وارا ڪجهه ننڍا وڏا شهر اچن ٿا. ڳاڙهي شهر وٽان سنڌوءَ جي هڪ چاڙهه 'اوچتو' (Ochto) نالي ڦٽي لنگهي ٿي، جيڪا ابراهيم شاهه واڙيءَ واري ٻيٽ تائين هلي وڃي ٿي. هن کي 'اوچتو' ڦاٽ اُن ڪري چون ٿا، جو اهو ڪنهن وقت ۾ درياهه جي اوچتو ڪاڻ جي ڪري جڙي پيو هو هتي ڪيٽيائي ماڳ ورن وڪڙن وارو آهي. هڪ درياهي چاڙهه سڌو سمنڊ ڏانهن وڃي ٿي. ڳاڙهي شهر کان ڪيتريون درياهي ڪَسيون ڦٽي نڪرن ٿيون، جهڙوڪ: دانڌاري، ٻاهيهي، چارسي، پالڪي، انڊو ۽ مليرڙي. ڪڏهن هتي لاڙي ڳاڙها چانور جام ٿيندا هئا. سنڌوءَ جي اوج واري وقت ۾ هتي ڪيلي، ناريل، ڪجين ۽ پانن جا باغ ۽ فصل ٿيندا هئا.

ٻاڙهي شهر کان اتر ۾ سنڌوءَ جي هڪ قديم ڇاڙهه ٻکهياڻ اچ ٻگهياڙ واهه جي صورت ۾ وهي ٿي. ٻاڙهي جي اتر ۾ ٻهارا شهر ان جي اتر ۾ ميرپور ساڪرو آهي. ٻاڙهي شهر ڪانپوءِ سنڌوءَ جي ڦاٽ تي ٻيو شهر ٻگهاڻ موجود آهي.

ڪراچيءَ جو شهر سنڌوءَ جي بنهه الهندي منهن (Mouth) ۽ سامونڊي پٽيءَ کان 14 ميلن جي پنڌ تي آهي. ويجهي ماضيءَ ۾ اتان تراڪڙين ٻيڙين وسيلي سامان جي اچ وڃ سولائيءَ سان ٿئي جي بندرن 'ڏاراجي' ۽ 'شاهه بندر' تائين ٿيندي هئي. ڪراچي ۽ ٿٽي جي وچ ۾ زميني رستو 60 ميل آهي. قديم دور کان ٿٽي وارا بندر دنيا سان واپار ۽ اچ وڃ جو ذريعو رهيا آهن.

جولاءِ ۽ آگسٽ، سانوڻيءَ جي ڏينهن ۾، جڏهن سنڌوءَ ۾ ٻوڏ ۽ ڇاڙهه ايندو آهي، تڏهن سامونڊي پاڻي ۽ سنڌوءَ جي پاڻيءَ جو ڊيلٽا ۾ ميلاپ ٿيندو آهي. سنڌوءَ جو لڙائيل پاڻي سامونڊي ڪنارن کان ٽن ميلن تائين سمنڊ جي اندر تائين پيو ڏسبو آهي. هن منڊ ۾ سنڌونديءَ جي مُنهن (Mouth of Indus) ۾ پوري رنگ جا ذرڙا يا ٻوڙيا ترندي


سنڌونديءَ جو ڪيٽيائي ماڳ: Indus Deltic Region

ڏسبا آهن، جن کي ڊيلٽا ۾ آباد ميربحر پِٽ (pit) چوندا آهن، جن ۾ پاڻي پريل هوندو آهي. انهن ذرڙن مان خبر پوندي آهي سمنڊ سنڌونديءَ سان سنجوڳ ڪري رهيو آهي. سنڌوءَ جو ڊيلٽائي ڪنارو 125 ميل ڊگهو آهي. اُن جي پهرين سروي انڊين بحري ڪاتي جي عملدار ليفٽيننٽ چارلس ڪئي هئي.

**سنڌونديءَ جون مُک پرتي ڪنڌڙ نديون (Main Tributaries of Indus River):**
پنجاب مختلف درياهن: ستلج، بياس، راوي، چناب ۽ جهلم جي وچ وارن زميني ڀاڱن کي سڏيو ويندو آهي، جيڪي سنڌوءَ جون پارتو نديون آهن. انهن کان سواءِ سوات، گلگت، ڪابل به سنڌوءَ ۾ چوڙ ڪن ٿيون.

**جهلم ندي (Jehlum River):** هيءَ ندي سيني کان وڏي 505 ميل/ 813 ڪلوميٽر ڊگهي آهي ۽ سنڌوءَ جي ويجهي ۾ ويجهو پرتي ڪنڌڙ ندي آهي. هن نديءَ جو قديم نالو وِتاستا (Vitasta) هو يونانين ان کي هئڊاسپس (Hydaspes) سڏيو هيءَ ندي زوجيلا (Zo-jee-la) لڪن مان 14000 فوٽن جي اوچائيءَ تان وهندي آهي. هيءَ ندي 'وِرِي نگ چشمي' (Verinag Spring) مان نڪري ٿي، جيڪو ڏکڻ ڪشمير ماٿريءَ جي


جهلم ندي ڪشمير کان ايندي

ڏکڻ اوڀر واري جبل پير پنجال جي وَٽِ ۾ آهي. هيءَ ندي سرينگر مان وهي 'وولر ڊنڍ' (Wular Lake) ۾ ڪري ٿي، جتان اها هڪ سوڙهي لنگهه مان گذري آزاد ڪشمير ۾ داخل ٿئي ٿي. 'ويري نگ' ڳوٺ جي


جهلم جو منڊ 'ويري نگ' جهرڻو — وولر ڍنڍ

هن چشمي وٽ مغل بادشاهه جهانگير 1620ع ۾ هڪ اٺڪنڊو يادگار جوڙايو جيڪو ڊگهن سَرِو جي وڻن سان گهيريل آهي. هن چشمي جي وڏي ۾ وڏي پارتو ندي نيلم (Nilum River) آهي، جيڪا ڊومل، ڪشمير، مظفرآباد ويجهو اچي گڏبي هئي. ان کانپوءِ ڪاغان واديءَ جي ڪُنهار ندي (Kunhar River) ڪشمير ۾ ڪوهالا پل وٽ باڪوٽي وٽ ملي ٿي. ان کانپوءِ پُونڇ ندي (Poonch River) منگلا بند وٽ ميرپور ڪشمير ۾ ان سان ملي ٿي.


نيلم ندي

هن نديءَ جو پراڻو نالو وهاٿ (Vyeth: بهات) هو اصل ۾ جهلم نديءَ جو وهڪرو هماليا جابلو سلسلي جي ڏکڻ پاسي ليهه کان 150 ميل ڏکڻ کان سنڌونديءَ سان پوروچوٽ ڏٺي وهندو ايندو آهي. سنڌونديءَ وانگر ئي هن جهلم نديءَ جو وهڪرو ناڱاپربت جي ڏکڻ کان هماليائي جبلن کي ڪپي ۽ ڪوري پنهنجو رستو جوڙي وهي ٿو

هن نديءَ تي منگلا بند (Mangla Dam) نالي هي بند آزاد ڪشمير ۾ عالمي بئنڪ جي مالي سهڪار سان 1967ع ۾ ٺهيو ۽ دنيا جو ٻارهون نمبر وڏو بند آهي. هي بند 1960ع ۾ انڊيا ۽ پاڪستان جي 'سنڌ طاس معاهدي' موجب ٺهيو، جنهن مطابق: ستلج، بياس ۽ راويءَ تي پهريون حق انڊيا جو ۽ چناب، جهلم ۽ سنڌوءَ تي پاڪستان جو حق مڃيو ويو. هن معاهدي موجب پنجاب جي سرزمين جي اهم نديءَ جو پاڻي هندستان کي وڪيو ويو. اهڙي طرح ٻي اهم نديءَ راويءَ جو به پاڻي وڪيو ويو. مُک بند 10300 فوٽ/ 3140 ميٽر ڊگهو 454 فوٽ/ 138 ميٽر اوچو آهي ۽ ان ۾ پاڻي گڏ ڪرڻ جي گنجائش 977 چورس ميل/ 253 اسڪوائر ڪلوميٽر آهي. درياهي لٽ سبب هن بند ۾ پاڻي گڏ ڪرڻ جي هن وقت گنجائش 1.13 ملين ايڪڙ فوٽ (5.86 $km^3$) وڃي رهي آهي.

جهلم ندي ٻين ڇئن ندين کان وڏي ۽ ڊگهي آهي. هيٺاهين ميداني علائقن ۾ هن جو وهڪرو وڌيڪ تيز ۽ خوفناڪ آهي. جهلم ندي، ڪشمير ماٿريءَ جي اوپر ۽ ڏکڻ جابلو سلسلي مان نڪري مظفرآباد ڪانپوءِ تبت مان ايندڙ 'ناد نديءَ' سان اچي ملي ٿي. ان ڪانپوءِ ڪرشن گنگا سان ملي ميداني علائقي مان لنگهي پونڇ واري پاسي هڪ وڏو درياهه ان ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. اتان ٻن ٽن ميلن بعد ۾ درياهي ٿاهي وهي ٿي ۽ جهلم قلعي وٽ يڪي نديءَ جي صورت اختيار ڪري اِتان پهرين اولهه ۽ پوءِ ڏکڻ رخ ڪري ٿي. شاهه گذر پتڻ وٽ هن کي جهلم ندي سڏجي ٿو. ڪشمير واري جابلو جوءِ جا ماڻهو وڻ وڍي هن جي وهڪري ۾ لوڙهيندا آهن، ميداني علائقن ۾ ڪڍي مختلف ڪمن لاءِ ڪتب آڻيا آهن.



تريمو بئراج جو ڏيک

جهلم ندي ميداني علائقي ۾ پهرين چناب نديءَ سان شور (شورڪوٽ) وٽ ملي، پنجاب جي ميداني علائقي ۾ داخل ٿئي ٿي. اتان اٽڪل چاليهه ميل هيٺ هي گڏيل وهڪرو راوي نديءَ سان ظفرپور وٽ اچي ملي ٿو ۽ پوءِ چناب سان گڏجي تريمو (Trimmu) وٽ جهنگ ضلعي ۾ ملي ٿي. اهڙيءَ ريت چناب ستلج سان ڪوٽ مٺڻ وٽ سنڌو نديءَ سان گڏجي ٿي. هن ٿي نديءَ تي چشمه- جهلم لنڪ ڪئنال (Chashma- Jehlum Link Canal) ۽ چشمه بئراج (Chashma Barrage) ڪالاباغ شهر کان 33 ميل/ 50 ڪلوميٽر ڏکڻ ۽ ڪنديان کان ڏکڻ اولهه 7 ميلن پنڌ تي سليمان جبل جي ڪڇ ۾ جڙيل آهي. هن بئراج جي ڪاهي پاسي چشمه - جهلم لنڪ ڪئنال (Chashma Jehlum Link Cannal) 1971ع ۾ ٺاهيو ويو، جيڪو مارچ 1972ع کان وهندڙ آهي. لنڪ ڪئنال جاري ٿيڻ ڪانپوءِ ان جو پاڻي ٿل جي علائقي شيرڳڙهه ۾ وڌو ويو. هن نهر جي ڊيگهه 67 ميل، گهرائي 14 فوٽ 7 ويڪر اٽڪل 400 فوٽ ۽ 21700 ڪيوسڪ پاڻي ماپڻ جي گنجائش آهي. شيرڳڙهه کان پاڻي جهلم نديءَ ۾ ۽ اتان چشمه لنڪ ڪئنال رستي تريمو هيڊ ورڪس وسيلي چناب نديءَ ۾ پوي ٿو هيءَ لنڪ ڪئنال ويڪرائي ڦاڪ 32° 27' 6.98" ۽ ڊگهائي ڦاڪ 71° 19' 50.01" تي سامونڊي سطح کان 193 ميٽر مٿانهون آهي. لنڪ ڪئنال تي ميانوالي، پڪس ڊيري غازي خان، مظفرڳڙهه، بهاولپور، بهاول نگر رحيم يار خان، ملتان، وهاڙي ۽ چولستان جي 30 لک ايڪڙ زمين آباد ٿئي ٿي.

**چناب ندي (Chenab River):** چناب نديءَ جو قديم ويدڪ نالو 'اشڪني' (Ashkini)، 'اسڪمتي' (Iskmati) ۽ قديم يوناني نالو 'اڪسينيس' (Acesines) آهي. هي ندي اوچي هماليائي سلسلي ۽ هماچل پرديش جي



چناب ندي ڪشمير جي جابلو سلسلي کان ايندي

ضلعن، لاهول، اسپتي (Spti) ۽ جمون ڪشمير مان لاهو ڪري وهي ٿي. هن جو پهريون وهڪرو برف وڳهرڻ واري 'بڙا لاچا لنگهه' (Baralacha Pass) وٽ هماچل پرديش مان نڪري ٿو جتي ان کي 'چندرا ندي' (Chandra River) ڪوٺجي ٿو ۽ ڀاڳا ندي، ڏکڻ طرف تندره ڳوٺ وٽ هن سان ملي ٿي. هيءَ ندي چين جي ڪوهستاني علائقي پدل (Padal) مان وهي ايندي آهي ۽ ان جو وهڪرو ڪشمير جي 'واچان' (Wachhan) جابلو علائقي مان وهي، 'ڪشتوار' (Kishtwar) شهر کان ٿي ڪوهه اُتر کان ڦري ٿو ۽ 13 ميل ڪن اڳتي ان سان ڀاڳا ندي اچي ملي ٿي، جيڪا ٿبيٽ واديءَ جي 'مَارُون جبل' (Marun Mountain) کان وهي ايندي آهي. اتي هن نديءَ کي 'چندر-ڀاڳا ندي' سڏيو ويندو آهي.

چناب ۽ راويءَ جي وچ واري دوآبي کي 'رچنا دوآب' ڪوٺبو آهي، جنهن کي اڄڪلهه 'باري دوآب' چون ٿا. هيءَ ندي تريمو (Tremmu) وٽ جهلم نديءَ سان ملندي آهي ۽ اڳتي هلي احمدپور سيال وٽ راوي ندي اچي هن سان ملندي آهي. هي ندي اُچ شريف ويجهو ستلج سان ميلاپ ڪندي آهي. ان ريت چناب ندي 960 ڪلوميٽر جو مفاصلو طئي ڪري مٺڻ ڪوٽ وٽ پنجند ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. هن نديءَ جو ميداني علائقو

چناب ۽ راويءَ جي ڪاڻ جي ڪري ڇهن برپٽن: ’سندل بار‘، ’گوندل بار‘، ’گنجي بار‘ ۽ ’چنائيو بار‘ کي جنم ڏئي ڇڪو آهي. پنجابيءَ ۾ ’بر‘ يا ’بار‘ جهنگ کي چوندا آهن. ’سندل بر‘، چناب ۽ راويءَ جي وچ وارو پوٺو آهي، جيڪو اوپر- اتر ڪنڊ کان شروع ٿي ڏکڻ ڪنڊ تائين لاڳيتو 40 ڪوهن جي ڊيگهه ۽ 20 ڪوهه ويڪر ۾ پکڙيل آهي. ان جي وچ وارو ’بر رچنائو‘ فريدآباد تائين پکڙيل آهي. هن جي اوپر ۾ گنجي بر ۽ اولهه ۾ ٿورو هيٺ ’گوندل بَرُ‘ آهي. هن علائقي ۾ گوندل جاٽ، پٽي، سيال ۽ ٻين انيڪ ذاتين وارا پنجاب جي دوآبي جا قبيلائي ماڻهو آباد آهن. هتي هُڙيون ۽ ٻيلا جام آهن. جنهنڪري هتي اڪثر مالوند لوڪ آباد آهن. هن نديءَ تي ئي اوپر پنجاب (انڊيا) ۾ بغليهار بند (Bagilhar Dam) جوڙيو ويو آهي.



بغليهار بند

**راوي ندي (Ravi River):** راوي نديءَ جو ويدڪ نالو ’اراوتي‘ (Iravati) آهي. هي ندي هماچل پرديش جي چمبا ضلعي جي ماڳ بڙا ڀانگل مان نڪري ٿي. هن جي ڊيگهه 450 ميل/ 720 ڪلوميٽر ۽ سيرابي علائقو 5576 چورس ميل/ 14442 چورس ڪلوميٽر آهي. هي ندي ان هماليائي گليشرائي سلسلي جي وچان نڪري ٿي. هن جو وهڪرو بڙا ڀانگل، بڙا بانسو ۽ چنبا ضلعن مان تڪڙو وهندو وڃي درياهي پيٽ وٺي ٿو ۽ هڪ چور لڪ (Gorge) مان وهي ٿو. هن جون پرتي ڪنڌڙ نديون ۽ نئيون: ٻڊل (Budhil) ۽ نئَن/ ڏونا (Nai or Dhona) آهن. جيڪي هن جي مکيہ هيٺين وهڪري ۾، 40 ميل/ 64 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي اچي جوڙ ڪن ٿيون. ٻڊل نئن، ’مَنِي مهيش ڪئلاش چوٽي‘ (Mani Mahesh Kailash Peak) ۽ مني مهيش ڍنڍ (Mani Mahesh Lake) مان وهي نڪري ٿي. هيءَ چوٽي 13390 فوٽ/ 4080 ميٽر بلند آهي ۽ اهي هئي جڳهيون تيرٿ گاهون ٿي آهن. ٻڊل نديءَ جي ڊيگهه 45 ميل/ 72 ڪلوميٽر ۽ ان جي پيٽ جي لاهي 3,4:1 فوٽ في ميل آهي. هي ندي هماچل پرديش جي برهمور ماڳ مان لنگهي ٿي. 1857ع ۾ هيءُ علائقو ديودار (ديال: Teak) وڻن جي ڪاٺ جو اهم واپاري مرڪز هو.

راوي نديءَ جي ٻي پرتي ڪنڌڙ ندي ’نئي‘ (Nai) آهي، جيڪا ’ڪالي ديبي لنگهه‘ مان نڪري ٿي، جنهن جي ڊيگهه 30 ميل/ 48 ڪلوميٽر آهي ۽ اها پنهنجي مُک (Source) ’تري لوڪ ناٿ‘ (Trilok nath) کان پنهنجي لاهوندي 366:1 فوٽ في ميل جي حساب سان جوڙي وهي ٿي. ان ريت هن سان هماچل پرديش ۾ هڪ ٻي، سئول ندي (Seul River) چمبا ضلعي ۾ اچي ملي ٿي. هي ماڙي ٻه وڻن ۽ ڪاٺ جو وڏو مرڪز



راوي ندي هماچل پرديش کان وهندي

آهي. ان کان هيٺ هن سان بسوليءَ (Bissoli) وٽ سياوا ندي (Siawa River) جوڙ ڪري ٿي. هن نديءَ جو مکيہ وهڪرو ڊلهوزي جبل (Dalhousie hill) وٽ وڃي جڙي ٿو.

راوي ندي به چناب واري ساڳئي اوچي هماليائي سلسلي جي گليشيئرن مان نڪري ٿي ۽ سڀ کان ننڍي ندي آهي. راويءَ جي هڪ قديم ڇاڙهه شاهپور وٽان نڪري گرداسپور ۽ ٻٽالا کان ٿيندي امرتسر تائين رسندي هئي. هاڻي اُن جو ڪٿي ڪٿي خشڪ پيٽ ملي ٿو. هن جو وهڪرو ماضيءَ جي پيٽ ۾ تبديل ٿيندو رهيو آهي. لاهور وارو شهر هن ئي راوي نديءَ جي پر تي جڙيو اُسريو ۽ آباد ٿيو. هن جو وهڪرو لاهور کان 12 ميل مٿان وهندو، ڏکڻ- اولهه کان ٿيندو سراءِ نوشهره ويجهو ’ونداريءَ‘ (Wandari) جي وچان وهندو وڃي ’سعيد والا‘ ۽ ’هنجرائون‘ کان 12 ميل اوپر طرف لڙي وهي ٿو. ان ريت هن جو وهڪرو قديم سنڌو سڀيتا جي وسندي ’هڙپا‘ کان ٿيندو ڇيچاوطني شهر جي ڏکڻ پرسان لنگهي ٿو. اتان کان اٽڪل 14 ميل ڪن اڳتي وڃي ٺونٺ وڪڙ ڏئي ڪري اتر ڏانهن وري ٿو. ان ريت تلنبا کان ملتان جي ان ٿاڪ ڏانهن لڙي ٿو جتان ڪڏهن چناب ندي وهندي هئي.

راوي نديءَ جو اهو وهڪرو ڇيچاوطنيءَ کان ملتان، ملتان کان جلال پور پهچي سنڌ ساگر دوآبي ۾ سيالن جي احمدپور وستيءَ ڏانهن ويندو هو ۽ پوءِ ڪاٺل جي پوئي ۽ چناب جي ڪنار جو وچ ڏئي ’ڪنديوال ڍنڍ‘ (Kandiwal Dandh) ۾ پوندو هو.

**بياس ندي (Bias River):** هن جو قديم ويدڪ نالو ’ارجيڪجا‘ (Arjikuja) ۽ ’وپاسا‘ (Vipasa) يا ’ٻپاشا‘ به آهي. قديم يوناني هن کي ’هائفاسس‘ (Hyphosis) ڪوٺيندا هئا. بياس ندي هماليائي سلسلي جي وچ هماچل پرديش ۽ ڪشمير مان ايندڙ ندي آهي. هن جي ڊيگهه 470 ڪلوميٽر/ 272 ميل، ان جي وهڪ واري ترائي 20303 چورس ڪلوميٽر/ 7839 چورس ميل آهي.

بياس ندي سمنڊ جي ماپري کان 3326 فوٽ مٿي 'ڪلو' (Kullu) ۾ 'روهتانگ لنگهه' جي ڏاکڻين منهن کان ۽ بياس واري 'ڪنڊ ڍنڍ' کان پنهنجو وهڪرو جوڙي وهي ٿي. هيٺانهن وارن جبلن کان لنگهندي اها کيترن وهڪرن کي اورانگهيندي 'رِهه' (Reh) لڳ ڪانگڙا ضلعي ۾ ٽن وهڪرن ۾ ورهائجي وهي ٿي ۽ پيهر 'ميرٿل' (Mirthal) وٽ وڃي گڏجي ٿي. شواليڪ جبلن وٽ اوپر پنجاب جي شهر هوشيارپور پرسان هيءَ ندي تيزيءَ سان اتر ڏانهن لاڙو ڪري ٿي ۽ ڪانگڙا ضلعي جي طبعي جاگرافيائيءَ جي حدبندي ڪري ٿي. هيءَ ندي شواليڪ جبلن جي وَٽَ ۾ 'آڪڙي وڪڙ' (U-Shaped turn) جوڙي ڏکڻ ڏانهن لڙي ٿي ۽ اوپر پنجاب جي گرداسپور ۽ هوشيارپور جي ميدانن ۾ پکڙجي ٿي. هي ندي جالنڌر ضلعي کي ڇُهندي ۽ ڪجهه ميل اڳتي امرتسر ڪپورٿلي ضلعي جي حدبندي ڪري ٿي.



بياس نديءَ جي منڍ وارو ڏيک

بياس نديءَ جون پرتي ڪنڌڙ نديون ۽ نئيون: بڻن (Bain)، بينگانا، لوئي ۽ اَهَل آهن. هيءَ ندي هِندائون (Hindaun) ماڳ کان لنگهي نورپور جي علائقي جي هڪ ڳوٺ وٽان پنجاب جي ميداني علائقن ۾ داخل ٿئي ٿي. ڪانو واهڻ جي ويجهو شاهي پتڻ کان راويءَ جو وهڪرو، راهيلا ڳوٺ وٽان گذرندو گوينڊوال ۽ ديهه وال شهرن جي پرياسي کان لوهه (لوءِ) جي وستيءَ وٽ وڃي ستلج نديءَ سان ملي ٿو ان ڪانپوءِ هنهي جو گڏيل وهڪرو فيروزآباد ۽ محمود شهرن وٽ پرسان لنگهندو آهي. هن علائقي ۾ ديبالپور جي وچ تي هنهي جو وهڪرو ٽي ڇاڙهون ڪري وهندو آهي، جن مان بنهه ننڍڙي ڇاڙهه کي ڇڏي ڏکڻ واري وڏي ڇاڙهه کي ستلج ۽ ديبالپور واري ڇاڙهه کي بياس ڪوٺيندا آهن. ان ريت هئي وهڪرا، ڪابولا ڳوٺ، بليڏي ۽ فتح پور جو اتر ڏئي کهروڙ لوڌران ۽ نيٺ جلالپور ويجهو ستلج ۽ بياس نديءَ جي 120 ڪوهه سفر بعد پيهر سنگم ٿئي ٿو جتي هنهي درياهن کي گڏيل طور 'گهلوءَ جو گهارو'، 'هرياري' يا 'نيلي' چئبو آهي، اتي ئي راوي، چناب، بهات (جهلم) ندين جي گڏيل وهڪري کي 'دوش آب' (سنڌ آب) ۽ 'سنڌ جو درياهه' ڪري ڪوٺيندا هئا. هتان کان سنڌوءَ کي 'مهراڻ' ڪوٺيو ويندو آهي.

ويهين صديءَ ۾ بياس نديءَ جي پاڻيءَ کي آبپاشي ۽ توانائيءَ وارن منصوبن لاءِ ڪتب آڻڻ شروع ڪيو ويو هئي مرحلي ۾ 1974ع ۾



پونگ بند

انڊيا ۾ 'پونگ بند' (Pong Dam) جوڙيو ويو ۽ 87 ميل/ 140 ڪلوميٽرن واري مٽيئن وهڪري تي 'پانڊ بند' (Pandh Dam) 1977ع ۾ جڙي راس ٿيو ابتدائي طور پونگ ڊئم، تلوارا (Talwara) کان هيٺ زراعت جوڳي زمين کي آباد ڪندو هو ترت پوءِ ان کي بجليءَ جي 360 ميگاواٽ پيداوار لاءِ تيار ڪيو ويو. 'پانڊ بند' جي سرنگهن (Tunnels) ۽ شاخن (Channels) ذريعي هن نديءَ جي پاڻيءَ جو رخ بدلائي ستلج سان ملائي 'ڊيهر/ ڏهر توانائي مرڪز' (Dehar Power Station) ذريعي 980 ميگاواٽ بجلي حاصل ڪئي ويندي آهي.

**ستلج ندي (Sutlaj River):** ستلج کي قديم زماني ۾ ستادرو، ستلاج، ڳاڙهو ندي (Red River) ۽ 'هاٿي درياهه' به چيو ويندو هو. هي راڪاس ڍنڍ (Rakshash-tal) مان نڪري ٿي، جيڪا چين جي ٿبيٽ واري ماڳ ڪيلاش جبل جي وَٽ ۾ آهي. هيءَ ندي پنجن ئي ندين کان ڊگهي آهي،



ستلج ندي ڪشمير کان اينڌي

جيڪا اتر پاسي ونڌيا جابلو سلسلي، ڏکڻ ۾ هندوڪش ۽ هماليائي جابلو سلسلي کان سليمان جبل تائين وهندي آهي. هي راڪاس ڍنڍ سنڌونديءَ جي منهن سنگي- ڪا- باب کان 80 ميل پري آهي. سنڌونديءَ جو منڍ وارو وهڪرو اتر اولهه ڏانهن آهي ۽ ستلج جو وهڪرو ان جي ابتڙ ڏکڻ اولهه پاسي کان هماچل پرديش جي 'شپڪي لا لنگهه' (Shipki la pass) وٽان وهندو پوٺنٽ، سرڪنڊ ۽ کهلور واري جابلو علائقن

مان ٿيندو وڃي اڳوڻي بهاولپوري رياستن کان ٿيندو ڏکڻ ۾ اوڀر واري چولستان تائين وڃي ٿو. اهي ٻئي درياهه هماليائي جبلن جي ڏاکڻي پاڳي کي ونگ ڏئي وهندا آهن ۽ اهڙيءَ طرح هيءَ ندي جابلو حصي ۾ ڏنگي ٽڪنڊي جي صورت ۾ وهندي آهي. قديم زماني ۾ ستلج ندي هاڪڙي جي پرتي ڪنڌڙ هئي. ستلج جي مٿين ماٿريءَ کي 'گرودا وادي' (Garuda Valey) چيو ويندو هو جيڪا الهندي ٿبيٽ جي 'زهانگ زهنگ' واري قديم تهذيبي ماٿري هئي، جيڪا هماليائي ماڳن ۾ ميلن تائين پکڙيل هئي. زهانگ زهنگ نالي حاڪم هتي هڪ مينار نما محل جوڙايو هو جنهن کي 'ڪيونگ لنگ' (Kyung lung) چوندا هئا، انهي محل جا قديم آثار ڪيلاش جبل جي ڏکڻ اولهه ۾ 'مُنسر ڳوٺ' (Muncer Village) وٽ موجود آهن. زهانگ زوهنگ ٿِبيٽ جي سلطنت کي فتح ڪيو هو.

پهريون يورپي درياهي کوجنا ڪندڙ ماڻهو، وٽرنري سرجن، وليم مورڪرافٽ (William More Craft) هو جنهن بياس ۽ ستلج ندين جا منهن ڳولي هٿ ڪيا، جتان اُهي وهي نڪرنديون آهن. هن اهو جاکوڙي سفر چمڙا پوش ٿي سال 1811ع ۾ شروع ڪيو. هن ڏٺو ته، بياس نديءَ جو منهن چناب نديءَ کان گهٽو وٿيرڪو نه آهي. ان هوندي به ٻنهي ندين جي وهڪ جي ڏِس ۾ گهٽو فرق آهي. بياس نديءَ جو وهڪرو پهرين اولهه ڏانهن ۽ پوءِ ڏکڻ ڏانهن لڙي وهندو آهي. ستلج ۽ بياس جي سنگم وارو ماڳ 'هري ڪا پتڻ'، امرتسر ويجهو اوبر پنجاب ۾ آهي، جيڪو جبل کان گهٽو پري نه آهي. اتي بياس جو پاڻي، اوجل ۽ نيرو آهي ۽ ستلج جو پاڻي اتر هندستان جا ڪيترا ماڳ لتاڙڻ ڪري لڙاٽيل ۽ ميرو هوندو آهي. هيءَ ندي جبلن کان گهٽو پري 'ڏاٻاڇي' پٽ جي پر کان ڏار رخ اختيار ڪندي آهي ۽ ڏکڻ اولهه طرف لڙي چناب نديءَ سان بهاولپور ويجهو وڃي ملندي آهي.

پنجاب جون هي نديون آڳاٽي وقت ۾ 'اُڇ' وٽ چوڙ ڪنديون هيون. هاڻي ستلج ۽ بياس جي سنگم کان هيٺ ملتان کان ڏکڻ پاسي 'مٺڻ ڪوٽ' ويجهو پنج ند وٽ اچي ملن ٿيون، جيڪو هن سامونڊي سطح کان 355 فوٽ مٿي آهي. پراڻو مٺڻ ڪوٽ، سنڌوءَ جي ڪاٻي ڪپ تي هو ۽ ان جو اصل نالو 'مٺي دا ڪوٽ' هو اڳتي هلي هي شهر هڪ ننڍڙي وستيءَ مان اُسري هڪ وڏو مرڪزي واپاري شهر ٿي ويو، جنهن جو درياهي واپار فيروزپور، جالنڌر، لڌياني، وزيرآباد ۽ بهاولپور سان گڏوگڏ سنڌ جي مکيه شهرن، سکر ۽ شڪارپور سان رهيو. 1819ع ۾ سنڌو درياهه هن شهر کي پائي اوبر طرف لڙي ويو ۽ هتي هڪ نئون 'مٺڻ ڪوٽ' آباد ٿيو آهي. هتان ئي سنڌوءَ جو وڏو وهڪرو شروع ٿئي ٿو. مٺڻ ڪوٽ کان 18 ڪلوميٽر پري 'اَمروٽ' (عمرڪوٽ) جو قلعو موجود آهي، جيڪو امرسنگهه ٺهرايو هو.

ستلج ندي ڪنهن قديم وقت (2500- 2000 ق. م) ۾ گهگهر-هاڪڙا نديءَ جي پرتي ڪنڌڙ ندي هئي ۽ سنڌوءَ سان ملي سرسوتيءَ جي روپ ۾ ڪوري نار وسيلي عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪندي هئي. هماليائي درياهن جو قديم چوڙ وارو ڪيٽيائي ماڳ ڪڇ جو علائقو 'سنڌوءَ جي نار' هو.

نئين پٿر واري دؤر (8000 ق. م) ۾ سنڌونديي سنڌ جي اوڀر ۾ سرسوتي نديءَ سان 20 ميل کان 70 ميل جي پوروچوٽ تي 5000 کان 1000 ق. م تائين اروڙ چورلڪ کان وهندي رهي.

آڳاٽي زماني کان ڪڏهن ڪڏهن هنن درياهن جي ابتدائي مٿين حصن ۾ زلزلن (Earthquake) ۽ گليشيئرن (Glaciers) جي ڪري وڏا بند اڇي ويندا آهن. برف جي وگهرڻ ۽ مينهوڳيءَ جي مند ۾ هنن بندن ۾ ڏار ۽ وڏا ڪنڌ پئجي ويندا آهن. پاڻيءَ جي جهجهائيءَ ۽ پالوٽ جي ڪري ڪپرن کان اٿلي وڏي ٻوڙ ٻوڙان ڪنديون آهن.

قديم دؤر ۾ اهي سموريون نديون پنهنجا پراڻا وهڪرا بدلائي ٽِڪي وهڪ وارا نوان وهڪرا جوڙينديون هيون، جو ته انهن ندين جا پيٽ لَٽ جي ڪري پرجي ويندا هئا. ستلج نديءَ جا اهڙا وهڪرا ۽ اهي گس، سنڌ جي وچايل سرسوتي نديءَ جي اصل گس ڳولڻ ۾ رنڊڪ بڻبا رهيا آهن.

ستلج نديءَ جي پاڻيءَ تي سن 1955ع ۾ سنڌ طاس معاهدي (Indus Water Treaty) هيٺ انڊيا جو حق تسليم ڪندي اُن تي توانائيءَ جا ڪيترائي منصوبا جوڙيا ويا، جهڙوڪ: ڀاڪرا بند (Bhakra dam)، 'ڪارچوَ وانگٽو هائيڊرو اليڪٽرڪ جو منصوبو'



ڀاڪرا بند

(Karchaw Wangtoo Hydroelectric Plan) ۽ 'ناٿپا جهڪر هائيڊرو اليڪٽرڪ بند' (Nathpa Jhakra Hydroelectic Dam) ۽ ستلج، جمنا لنڪ ڪئنال (Sutlej- Yammuna Link Canal) وغيره. هيءُ منصوبو مڪمل ٿيڻ سان اتروج انڊيا کي وڏو فائدو رسندو ۽ بحري واپار آسان ٿي پوندو.

**سنڌوندي، جابلو نديون ۽ نئيون (Indus River and Mountain Riverine):** سنڌوندي‍ءَ جي منڍ تبت کان وٺي اُن کي پرتي ڪنڌڙ ندين کان سواءِ اُن ۾ انيڪ جابلو نئيون به پاڻي اوتينديون رهيون آهن. سليمان جبل جي دامن ۾ ڪيترين جابلو نئيون آهن، جيڪي سانوڻيءَ ۾ جججهو پاڻي آڻينديون آهن. خيبر پختونخوا جي شهر ديري اسماعيل خان ۽ تونسه بئراج جي وچ ۾ تمام گهڻا ڍورا آهن، جن مان ٿن جا نالا لوٽي نالي سان آهن. سال 1882ع، سال 1892ع ۽ 2010ع وارين بوڏن ۾ هنن جابلو نئين جو وڏو هٿ رهيو.

سليمان جبل جي سلسلي جي تخت سليمان جي اوچائي 3380 ميٽر آهي، جيڪو ديري اسماعيل خان کان 100 ڪلوميٽر اولهه ڏکڻ ۾ آهي. ديري اسماعيل خان ۽ ديري درياهه خان وچ ۾ درياهه جو پيٽ 10 ڪلوميٽر ٿيندو. ديري اسماعيل کان رحمان نيڙهيءَ ڏانهن ويندڙ رستو اصل ۾ گومل نديءَ واري ماٿريءَ جو قديم رستو آهي، جتان ايامن کان افغان سخت سياري ۾ جبلن تان لهي سنڌوءَ جي ڪپ تي اچي ڏابو ڪندا رهيا آهن ۽ اونهاري ۾ واپس پنهنجن ماڳن ڏانهن ويندا آهن.

لوٽي ۽ نئن، سنڌوماٿريءَ جا عام نالا آهن. لوٽيءَ جو مطلب جابلو علائقي جي روڻ، جنهن مان پاڻيءَ جو 'سوتو' وهندو هجي. هي لفظ سنڌ جي ڪوهستان ۽ ڪڇ کان وٺي ديري غازي خان تائين ساڳئي اُچار سان ملي ٿو. ڪڇ ۾ لوٽي ندي اچا تائين 'هبي جبل' (ابو جبل: Mountain Abu) کان وهندي آهي، قديم زماني ۾ هيءَ ندي گهگهر نديءَ ۾ چوڙ ڪندي هئي، جيڪا وري وڃي 'ڪڇ جي نار' ۾ چوڙ ڪندي هئي. سليمان جبل کان ايندڙ پهرين لوٽي نئن، ڪُلاچي شهر کان ٿي ديري اسماعيل خان جي اولهه ڏکڻ کان ڦري سنڌوءَ ۾ وڃي چوڙ ڪري ٿي. هي لوٽي نئن اصل ۾ 'سَوا نئين' (Sawa Riverine) جي هيٺين وهڪري کي چوندا آهن. ٽين لوٽي نئن، لورالائيءَ کان وهي، ديري غازي خان کي اورانگهي تونسه شهر وٽ پنهنجي هيٺئين وهڪري ۾ 'سنگهار نئن' (Sanghar Rivirine) جي روپ ۾ 900 ميٽرن کان وٺي 3379 ميٽر جي اوچائيءَ تان لهي سنڌوءَ سان اچي ملي ٿي. سال 2010ع ۾ هنن علائقن ۾ آيل خوفناڪ بوڏن جو ڪارڻ اهي جابلو نئيون / لوٽيون به هيون.

سنڌونديءَ جي ساڄي پاسي کان ڪيرٿر جابلو سلسلو آهي، برسات پوڻ ڪانپوءِ ان مان انيڪ نئيون وهي نڪرن ٿيون، جن مان ڪي ڪوهستان جي باراني ۽ جابلو خشڪ ۽ زمين مان ڪجهه سفر ڪري ختم ٿي وڃن ٿيون، ڪي نئيون واهن ۽ ڍنڍن ۾ وڃي پون ٿيون ۽ ڪي سنڌوءَ ۾ وڃي چوڙ ڪن ٿيون. سنڌ جي سِري کان ڪراچيءَ تائين سنڌ جون مکيه نئيون: گاج، بارڻ، نئن موهن يا سن ۽ ملير آهن. بيون نئيون ننديون آهن. جڏهن ته **'ڪينجي نئن'** مٿينءَ سنڌ جي سرحد ۽ لاڙڪاڻي ضلعن جي وچ ۾ حدبندي ڪري ٿي. **'سيتا نئن'** غيبي ديري واري جاگير مان وهي نڪري ٿي. **'نئن گاج'** جون به شاخون آهن، هڪ ڪيرٿر مان وهي نڪري ٿي ۽ ٻي جهالاوان جبلن مان پنهنجو رستو جوڙي وهي ٿي ۽ وري ڪيرٿر جي دامن ۾ ٻه- شاخي ٿي وهي ٿي. ڪوهستاني لوڪ هن جو پاڻي علائقائي بند جوڙي روڪي پوکي راهي ڪن ٿا. اڳ نئن گاج جو گهڻو پاڻي الهندي ناري ۾ وڃي پوندو هو ۽ اڄ به ڪجهه پاڻي منڇر ڍنڍ ۾ وڃي پوندو آهي. منڇر ڍنڍ به آڳاٽي دؤر ۾ سنڌوندي ۽ جابلو نئين جي جوڙيل پاڏ آهي، جنهن جي الهندي پاسي کان گاج نئن، ٽڪو نئن، ماهو نئن، انگئي نئن، سول نئن، جهانگارا نئن، باجارا ۽ بيون نئيون اچي چوڙ ڪن ٿيون. اڀرندي پاسي کان منڇر جو پاڻي ڪور واهه ۽ اڙل واهه ۽ ٻين واهن وسيلي نڪرن ٿو ۽ اڀرندي پاسي کان ئي منڇر پنهنجو واڌو پاڻي سنڌونديءَ ۾ چوڙ ڪري ٿي. 1935ع ۾ بئراج جڙڻ ڪانپوءِ نئن بارڻ جو پاڻيءَ جو نيڪال اُن ۾ ٿئي ٿو مزاراڻي نئن وارهه تعلقي مان وهي حمل ڍنڍ ۾ پوي ٿي ۽ وات تي ڪيترين تلين ۽ ترائين کي پيري ٿي. **دلان نئن** ميهڙ لڳ شاهه گودڙئي وٽان نڪري ٿي، مينهوڳيءَ ۾ ان تي هزارين ايڪڙ زمين آباد ٿئي ٿي. **سالاري نئن** خيرپور ناٿن شاهه وٽ سالاري ڍنڍ جوڙي ٿي. **ناڙي نئن** ڪڇيءَ کي آباد ڪندي وڃي جوهيءَ تائين رسي ٿي. اها نئن ڪيرٿر جي هڪ وڏي جابلو نئن آهي، جيڪا ڪيرٿر جي ڏاکڻي ڪنڊ مان نڪري، ڏکڻ پاسي ٽاڻي بولاخان ڏانهن، اڀرندي پاسي کان لڪي جابلو سلسلي کي لتاڙي 90 ميلن جو پنڌ ڪري، ڪوٽڙيءَ کان ڏکڻ طرف چئن ميلن جي مفاصلي تي سنڌونديءَ ۾ وڃي پوي ٿي. **سن نئن**، الهندي پاسي کان رني ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ 'موهن نئن' ۽ ڪوٽ اندر 'رني نئن' سڏبي آهي. هن نئن تان ئي رنيڪوٽ ۽ نيرن ڪوٽ (نئين رني ڪوٽ) نالا جڙيا آهن. ساڳي 'رني نئن' اڀرندي پاسي ڪوٽ مان نڪرڻ ڪانپوءِ 'سن نئن' سڏجي ٿي. **'نئن باز ڪندو'** ڪيرٿر جي مان وهندي اچي پيٽاري لڳ سنڌوءَ ۾ چوڙ ڪري ٿي. **'مُلير نئن'** ڪراچيءَ جي اتر اڀرندي کان جبلن مان نڪري 60 ميلن جو پنڌ ڪري گِزريءَ وٽ سمنڊ ۾ پوي ٿي. **'لياري نئن'** جابلو نئن آهي، جيڪا ڪراچي شهر جي چوگرد ڦرندي وڃي سمنڊ ۾ پوي ٿي.

**سنڌو- سرسوتي ۽ پراڻا وهڪرا (Indus- Saraswati and old courses):** ڌرتيءَ وگيانن (Geologists) جي تحقيق موجب پهرئين کان آخري برفاني دَور جي پُڄاڻيءَ تائين (1800000 ق. م- 10000 ق. م) هماليا کان وهي ايندڙ سمورين ندين هڪ ٻئي سان پوروچوٽ وهنديون، عظيم برپٽ ٺهي احمدآباد، ڪنيات ۽ ڪڇ ۾ ڪوري نار وٽ وڃي سمنڊ ۾ ڪرنديون هيون. ان ريت هنن ندين رڻ ڪڇ وارو 'عظيم سنڌو ڊيلٽا' (Great Indus Delta) جوڙيو هو. پوءِ 'نئين جوڙ واڌ' (New Tectonism) واري قدرتي عمل هيٺ انهن ندين اولهه ڏانهن لاڙو ڪيو. آڳاٽي دور (5000- 3500) ۾ پهرين اُج وٽ اچي ستند (Satnad) جوڙيائون، جيڪو ماضيءَ جي ڪجهه ندين جي رُخ مٽائڻ يا ماڳهين مِڙجي وڃڻ جي ڪري ۽ پوءِ 'ڪوٽ مٺڻ' وٽ اچي هن وقت 'پنجند' وڃي رهيو آهي. انهن سمورين ندين ۾ ستلج پنهنجو وهڪرو سڀ کان آخر ۾ مٽايو هو

سنڌو سڀيتا جي شهري دَور (Mature Urban Phase) وارن هڪ هزار سالن (25000- 15000 ق.م) ۾ سنڌو ۽ سرسوتيءَ جي وهڪرن ۾ ڪا بہ اهڙي وڏي تبديلي نظر نہ ٿي اچي، جنهن سان اُن دَور جي معيشيت ۽ معاشرت متاثر ٿي هجي. ان دَور ۾ سنڌو تهذيب پنهنجي مرڪز 'مهالوءِ' [وڏو شهر: موهن جي دڙي] ڪان اڳتي وڏي هڪ وڏي علائقي تائين انيڪ شهرن، واهڻن ۽ وسندين جي صورت ۾ پکڙي هئي.

سنڌوندي ۽ ان جي ٻين سهيوڳي ڀارتوندين جي وهڪرن ۾ تبديلي رڳو انهن ندين جي پورالي مزاج جي ڪري نہ، پر ڪجھ قدرتي لقاءَ (Natural Phenomenon) بہ ان جي پويان ڪم ڪندا رهيا اهن. زمين جي اندرئين تحرڪ واري عمل، اراولي جبلن جي اُٿڪ (uplift)، جڙيل تاسرين (Plate Tectonics) جي نئين جوڙ واد (New Tectonism) واري حرڪت اُن ۾ شامل آهي. سنڌو تهذيب ڪي اهڙو هڪ لوڏو 1500 ق. م ۾ آيو جڏهن چنبل ندي، جيڪا سرسوتي نديءَ جي ڀارتو هئي، جنهن 'پائونٽا سهاب' وٽان ڪنيجي وڃي گنگا نديءَ سان ميلاپ هو.

ايم. ايچ. پنهور لکي ٿو تہ، "ڏھ هزار ورهيہ اڳ سرسوتي نديءَ، بيڪانير ۽ بهاولپور ڪان سکر ڏانهن پنهنجو وهڪرو جوڙي ورتو هو. هن ريٽي ۽ اپرندي ناري ذريعي ڪوري نارَ ۾ چوڙ ٿي ڪيو. اوپر ۾ انڊيا جو رڻ، اولهہ ۾ ڪوهستان ۽ سنڌ جو وچيون حصو سنڌونديءَ جي ور وڪڙائين وهڪري جي حوالي هو."

سنڌوءَ جو اولهہ ڏانهن لڙي وهڻ ۾ 'جڙيل تاسرين' (Tectonic Plates) جي 'نئين جوڙ واد' (New tectonism) واري انتهائي متحرڪ قدرتي عمل جي ڪري 'اراولي جبلن' جي اُٿڪ (Uplift) تهائين وڌيڪ ٿي، ڪٿي ڪٿي ڪيٽيائي زمين پڻ ڪيترائي ميٽر مٿي ٿي هئي. ان قدرتي عمل جي ڪري ئي سرسوتي نديءَ (هاڪڙو+ گهگهر) وهڻ بند ڪيو، جو 'هرڪي دن گليشيئر' مان پاڻيءَ جي آوت بند ٿي وئي ۽ سرسوتي هڪ 'دائم ندي' مان ڦري پهرين هڪ 'مندائتي نديءَ' (Seasonal River) جي صورت اختيار ڪئي ۽ ڪجھ وقت جٽاءَ ڪري نيٺ سُڪي وئي. ان قدرتي عمل جو اثر سنڌونديءَ تي پڻ پيو، جو ان جي وهڪري ۾ ڦيرگهير آئي ۽ ان جي اوپر وارا مرڪزي شهر 'موهن جو دڙو' ۽ 'لاڪين جو دڙو' اولهہ ڏانهن ٿي ويا.

اها ڳالهہ بہ اپياس جوڳي آهي تہ، "سنڌ جي اپرندي ندي، 'سرسوتي' ۽ الهندي ندي، سنڌوءَ جي سڀيتائي اوسر 5000 ق. م ڪان 1600 ق. م تائين ٿي آهي، جنهن جي رڳو شهري دوُر جي عروج وارو عرصو هڪ هزار ورهيہ (2500 ق. م - 1500 ق. م) تائين رهيو ان دَور ۾ سنڌوماٿريءَ ڪي ڪي بہ وڏيون فطري للڪارون (Natural Challenges) آڏو نہ آيون هونديون، رڳو آبڪلاٽيءَ واري مندن ۾ آيل ٻوڏون ئي هيون، جن ڪي سنڌو تهذيب جا ماڻهو چڱيءَ ريت منهن ڏيڻ ڄاڻندا هئا. اهي ٻوڏون هنن لاءِ 'ٻُڏيءَ جا ٻيٽا' مثل هيون ۽ پوکي راهيءَ لاءِ ڏاڍيون لاڀائتيون ٿڀيون هيون.

سنڌونديءَ (50000 ق. م- 1000 ق.م تائين) جي پراڻن وهڪرن جي اپياس موجب سنڌوندي 'ٿل' ۽ مظفرآباد جي وچان وهندي هئي، سنڌونديءَ اولهہ وارو پاسو تڏهن ورتو، جڏهن 'نئين جوڙواد' (New tectonism) جي قدرتي لقاءَ هيٺ، سرسوتيءَ واري وهڪري جو بارفائي/ گليشيئر سان تعلق ٽٽو ۽ رڳو چتانگ جهڙيون ڪي نديون هن سان سلهاڙيل رهيون ۽ اها دائم نديءَ جي صورت ۾ گهٽو وقت ٽڪي نہ سگهي ۽ سنڌوندي گهٽو اولهہ ڏانهن لاڙو ڪيو. انهيءَ سان نہ رڳو سنڌ جي اپرندي وارا سرسبز ۽ شاداب، آباد ۽ وسيل علائقا ڀڙيانگ ٿي نيٺ وارياسي برپٽ ۾ بدلجي ويا، پر اهي حسين شهر، لوٿل، ڍولاويرا، نوهتو راڪي ڳڙهي، گونئري والا ۽ ڪالي ٻنگن پڻ دڙن ۽ ڀڙن جي صورت اختيار ڪري ويا.

سرسوتي ندي اوائلي گهڻ روپي دَور (Pleistocene Era) ۾ لوٽي نديءَ ۾ ڇوڙ ڪندي هئي، انهيءَ سرسوتي نديءَ وچئين دور ۾ گهاگهر نديءَ جي شڪل ۾ امرڪوٽ ويجهو ڇوڙ ڪرڻ شروع ڪيو. ان ڪان اڳ هن مکي ڍنڍ، فراش ۽ چوٽياري ڍنڍ ۾ هاڪڙي وسيلي ڇوڙ ڪيو ٿي.

قديم سنڌو سلطنت (Ancient Indus Empire) جي اُپرندي ندي 'سرسوتي' هئي، جنهن جي مٿين لام ڪي 'هاڪڙو' ۽ هيٺينءَ لام ڪي 'گهگهر' ڪوٺيو ويندو هو. 3000 ق. م ۾، اها قديم وڃايل ندي هاڪڙو، رحيم يار خان واري ضلعي جي هڪ ماڳ وڃٽوٽ جي اوپر ڏکڻ ڪان موجوده سنڌ ۾ داخل ٿي اپرندي ناري واري واٽ سان گهگهر نديءَ جي صورت ۾ وڃي ڪڇ جي ڪوري ڪاريءَ وٽ سمنڊ ۾ داخل ٿيندي هئي. ساڳئي زماني ۾ بکروٽان هن جي هڪ ٻي شاخ لاڙڪاڻي وٽان موجوده رائيس ڪئنال جي ماڳ پرسان لنگهي وڃي منڇر ۾ ڇوڙ ڪندي هئي. ان وهڪري جو گس موهن جي دڙي ڪان اولهہ ڏانهن اڍاٽ (باڍھ) ۽ ڏامراھ دڙي وٽان، اوپر ڪان ٿي لنگهندو هو. اهو وهڪرو الهندو نارو هو. انهيءَ زماني ۾ هاڪڙي درياھ جو ٽيون وهڪرو اروڙ ڪان اولهہ ۾ ڪوٽڏجيءَ وارين ٽڪرين ڪان ٿيندو برپٽ جو پاسو ڏئي وڏي ٽر ڏانهن لڙندي، لاڙ ۾ سومرن جي آڳاٽي مرڪزي شهر محمد طُور وٽان ٿيندو وڃي 'رڻ ڪڇ' وٽان ڪوري ڪاريءَ ۾ پوندو هو.

ايچ. ٽي. لئمبرڪ، پراڻ ڍوري ڪي 'هاڪڙو' ڄاڻايو آهي، "جڏهن تہ پراڻ ڍورو پاڻ هاڪڙي ۾ داخل ٿئي ٿو. اهڙيءَ ريت هاڪڙو، رهمڪي بازار جي اولهہ ڪان رڻ ڪڇ جي نار ۾ ڇوڙ ڪندو هو. 'لکپت' ۽ 'ڪوٽيسر'، هاڪڙي جي هيٺئين وهڪري تي اهم درياهي بندر رهيا آهن."

راورٽي پنهنجي ڪتاب 'سنڌ جو مهراڻ' ۾ لکي ٿو تہ، "سنڌوءَ جي قديم وهڪرن جي نشانين سان ملتان جو اولاهون پاسو ۽ اُچ ۽ ملتان جو وچيون علائقو ڀريو پيو آهي. سنڌوندي ڪنهن زماني ۾ مظفرڳڙھ ضلعي جو وچ ڏئي وهندي هئي. هتي جي لوڪ روايتن موجب "سنڌوندي ڪڏهن وچ ٿل واري علائقي مان وهندي اوچتو پنهنجو

وهڪرو اولهہ ڏانهن ڪيو. هتان جا ڳوٺاڻا، 'ڪچ'، 'بيلو' ۽ 'بيٽ' وارا لفظ ائين ئي ڪتب آڻين ٿا، جيئن سنڌ وارا انهن لفظن جو واهپو ڪندا آهن. ملتان جي مظفرڳڙهہ کان اولهہ ڏانهن بسيراهہ (Basirah) نالي هڪ ڳوٺ آهي. سرڪاري روينيو رڪارڊ موجب هن جو نالو 'بيٽ بسيراهہ' هو. ان جو مطلب تہ هيءُ ڳوٺ سنڌونديءَ جي ٻن ڇاڙهن جي وچ ۾ هو. هن ڳوٺ جي ٻنهہ ويجهو هڪ وڏو 'ڪولاب' (ڍنڍ) اڄ بہ آهي، جيڪو سنڌوءَ جي پراڻي پيٽ مان جُڙيو هو."

مظفرڳڙهہ جي علائقي ۾ سنڌونديءَ جا پراڻا وهڪرا وڏين ڍنڍن جي صورت ۾ جتي ڪٿي نظر اچن ٿا. سنڌوءَ جو هڪ ٻيو وهڪرو 'شاهہ ڳڙهہ واري ڍنڍ' جي صورت ۾ نظر اچي ٿو. جيڪو قريشي پتڻ کان ويجهو آهي، ٿل جي پتڻ جي ورن وڪڙن واري علائقي ۾ سنڌو درياهہ جو پيٽ مظفرڳڙهہ کان اُتر- اولهہ ڏس ڏانهن شاهہ ڳڙهہ جي قلعي وٽ اچي پورو ٿئي ٿو. سنڌوءَ جو هڪ ٻيو پيٽ روهيلن جي ڳوٺ لڳ 'پنجيهر' ڍنڍ آهي، جيڪو خانڳڙهہ کان 12 ميل ڏکڻ طرف آهي. هن علائقي ۾ چوڌاري ڍنڍن جو هڪ چار پکڙيل آهي، جيڪو قديم سنڌونديءَ جي شاهي وهڪري جي اڄ بہ ساک پري ٿو.

مظفرڳڙهہ جو هڪ ضلعو 'علي پور' ڪڏهن سنڌونديءَ جي الهندي ڪپ تي هو، هاڻي اُڀرندي ڪناري تي موجود آهي. بلڪل ائين جيئن موهن جي دڙي وارو شهر سنڌونديءَ جي اڀرندي ڪنڌيءَ تي هو ۽ هاڻ الهنديءَ پَرَ تي شاندار ماضيءَ جو اهڃاڻ بڻيو بيٺو آهي. ان دور ۾ جڏهن سنڌونديءَ پنهنجو وهڪرو بدلايو هو، تڏهن چناب ندي ۽ ان جون پرتي ڪنڌڙ نديون: جهلم ۽ راوي ڪجهہ ميل ڏور اوپر طرف وهنديون هيون ۽ انهن جو سنگم 'ساهڙ سلطان' کان بہ ٽي ميل اوپر طرف هو.

سنڌونديءَ ان ريت علي پور، جتوئي ۽ سيت پور وارا ساوا ستابا علائقا، پنهنجي وراڪي ۾ آڻي، 'سنڌ ساگر دوآبي' کي وڏيڪ وسيع ڪيو ۽ انهيءَ قدرتي عمل سان هن علائقي جي هڪ وڏي شاخ، 'جمون واهہ' پنهنجي پراڻي پيٽ مان وهندي پنجند ۾ وڃي چوڙ ڪرڻ لڳي.

پنجاب جي پنجن ندين جو سنڌونديءَ ۾ گڏجڻ ڪانپوءِ سنڌوءَ جو وهڪرو بہ اهو هو جيڪو هاڻي آهي. پر پنجاب جي حدن اندران، هن جي اڀرندي پاسي مان هڪ ڇاڙهہ ڦٽي نڪتي ٿي ۽ ان جي اوپرندي طرف وهي ٿي، جيڪا 'واهند' درياهہ ۽ 'پنجاب وارو درياهہ' جي نالن سان سڏي وڃي ٿي. ٻيءَ ڇاڙهہ جيڪا موجوده بهاولپور رياست ۽ سنڌ جي سرحدن کان اُڀرندي پاسي کان ٿي نڪتي، سا 'دامن' جي نالي سان سڏي وڃي ٿي. ٽين ڇاڙ وري موجوده روهڙي شهر جي اتر کان ٿي نڪتي، جيڪا 'هاڪڙو' درياهہ سڏجي ٿي. چوٿين سنڌوندي پاڻ هئي، جيڪا موجوده موهن جي دڙي تائين ساڳئي وهڪري سان وهندي پئي آئي.

عطا محمد ڀنڀرو سنڌونديءَ جي وهڪري ۾ تبديلي اچڻ بابت لکي ٿو تہ، "جڏهن سنڌو نديءَ جي مٿئين وهڪري وارن وڪڙن ۾ ڦيرگهير ايندي آهي، تڏهن هيٺئين وهڪري وارن وڪڙن ۾ بہ گهٽي مٽ سٽ ٿي ويندي آهي. سنڌوندي جڏهن ڪنڌڪوٽ وارو وڪڙ ٽوڙي سڌو رخ اختيار ڪيو تہ بکر وارو وڪڙ ان جي فطري وهڪ ۾ اچي ٿي ويو سنڌو نديءَ جا سمورا وڪڙ فطري آهن."

سنڌوندي 5000 ق. م کان 1000 ق. م تائين اروڙ چوِر لڪ کان وهندي رهي. 3000 ق. م ۾ 'دوش آب' واري وڏيءَ ڍنڍ مان سنڌوءَ جو هڪ وهڪرو، ڪنڌڪوٽ ۽ شڪارپور جو پاسو ڏئي، موهن جي دڙي کان ٿيندو وڃي منڇر ۾ چوڙ ڪندو هو. ان جي هڪ ننڍي ڇاڙهہ ڪشمور کان مٿان ڇڄي، اروڙ وڃي هاڪڙي جي اولاهين ڇاڙهہ سان ملندي هئي.



سنڌوءَ جو اروڙ وارو چورلڪ

سنڌوءَ جي هن ڊوري واري وهڪري جا پڌ اڄ بہ اهو ظاهر ڪن ٿا تہ اهو هڪ آڳاٽو وهڪرو هو. جيڪو ڪڏهن ڪشمور کان هيٺ تہ ڪڏهن ڪنڌڪوٽ کان مٿيرو شڪارپور وٽان وهندو هو. هن ئي ڊوري تي جهڪر، موهن جي دڙي ۽ آمريءَ واري تهذيب جڙي. بهاولپور ويجهو رُوپر (روهپور: Rohpur) وٽان ۽ ستلج جي اوڀارين ڪنڌيءَ سان هڪ وڏي وهڪري جو پٽو موجود آهي، جيڪو سبزل ڪوٽ تائين گهاري ۽ سنڌونديءَ سان پوروچوٽ ڏئي هلندو وڃي ٿو. بهاولپور پرسان اهو پٽو شروع ٿي روهڙيءَ پرسان 11 ميل اوپر، اپرندي ناري جي منهن وٽ اچي ختم ٿئي ٿو. ان وهڪري جا قديم اهڃاڻ اڄ بہ پسي سگهجن ٿا. سانوٽيءَ/ آبڪلاٽيءَ واري مند ۾ اهو گهارو تار ٿي وهندو هو ۽ اُپرندي ناري ۾ جهجهو پاڻي اوتيندو هو. ان مان ظاهر آهي تہ سنڌوءَ جون بہ قدرتي ڇاڙهون هڪ الهندي ناري جي صورت ۾ ۽ ٻي اُپرندي ناري جي شڪل ۾ 3000 ق. م ۾ ئي موجود رهيون آهن.

300 ق. م ۾ سنڌوءَ جو مکيہ وهڪرو ڏکڻ اولهہ ڏانهن ٿي وهيو. انهيءَ وهڪري جو سنڌ جي اُترئين اڌ وارو پاڳو اڳوٽي قديم وهڪري کان اٽڪل پنج ميل اولهہ ۾ پوروچوٽ وهندو هو اُن جي هڪ اُلهندي ڇاڙهہ ڇانهونءَ جي دڙي [سڪرنڊ] پرسان لنگهندي هئي.

ايڇ. ٽي. لئمبرڪ انهيءَ جهوني گهاري ۽ سنڌو ڊوري کي الهندو نارو ڪوٺي ٿو ۽ اُن کي اتر سنڌ جي شهرن، شڪارپور کان مٿي ۽ ڪشمور کان هيٺ سنڌوءَ جي ساڄي ڪنڌيءَ جي اُٿل واري سيلابي پاڻيءَ جو لنگهہ پڻ قرار ڏئي ٿو ۽ ان جو مثال 1942ع واري ٻوڏ ۾ آيل پاڻي هو جنهن اهو گس ورتو ۽ 180 ميل لتاڙي وڃي منڇر ۾ چوڙ ڪيو.

جيئن ويجهڙائيءَ واري سال 2010ع وارين ٻوڏن ۾ سنڌوءَ جي سيلابي پاڻيءَ رستي واريون رنڊڪون اورانگهي نيٺ پنهنجي انهيءَ گس کي اختيار ڪيو هو. جيڪا ايامن کان اُن جي فطري وهڪري جي واٽ رهي هئي.

سنڌونديءَ جي هڪ ٻي ڇاڙهه ڪشمور کان مٿيرو وهندي هئي ۽ اها سڌي وڃي اروڙ رسندي هئي. جتان ان ڇاڙهه تي ڪوٽڏجي ۽ اڳتي وڃي چانهوءَ جي دڙي واري وڏي سڀيتا جڙي هئي. جڏهن ته ان جي آسپاس ناري جو دڙو ۽ اهڙا ٻيا سڀيتائي ماڳ پڻ قائم ٿيا. اُن ريت هن ڇاڙهه وارو وهڪرو برهمڻ آباد تائين وڃي رسندو هو. سڪندراعظم مقدونيءَ جي سنڌ تي ڪاهه (327- 326 ق. م) وقت اهي ٻئي وهڪرا انهيءَ ريت وهندڙ هئا.

عطا محمد ڀنيرو لکي ٿو ته، ”سنڌونديءَ جو رخ بدلائڻ وارو هڪ ٻيو واقعو امير تيمور جي حملي کان ٿورو اڳ پوءِ ٿو ڀانئجي، جڏهن ستلج ندي ٿورو الهندي ۽ بياس ندي ٿورو اڀرندي ڏانهن لاڙو ڪيو ۽ لوهي وال (لُوءِ وال: Lohe wall) وٽ وڃي بياس نديءَ سان سنگم ڪيو. انهن درياهن جي گڏيل پاڻيءَ کي هيٺ ’گهلوءَ جو گهارو‘ سڏيو ويندو هو. جيڪو امڪان آهي ته هاڪڙي بدران سڌو سنڌو نديءَ سان ملندو هو. سمن جي دور (1350- 1520ع) ۾ هاڪڙو، هڪ دائم درياهه مان ڦري، هڪ منداڻتي نديءَ جي صورت ۾ تڳي رهيو هو.“

سنڌونديءَ جي ڊنڊين، ڍورن ۽ پراڻن ڇڏيل وهڪرن سان سڄي سنڌ جو سرو ۽ وچولو ڀريو پيو آهي. ڪيترن ئي پراڻن وهڪرن وارين واٽن کي هاڻي واهن ۾ شامل ڪيو ويو آهي. سنڌ ۾ موجوده سنڌوءَ جي هڪ پراڻي وهڪري جا نشان لکيءَ کان اٺ ميل اوڀر طرف واريءَ جي دڙن ۽ گهارن مان محسوس ڪري سگهجن ٿا.

دوش آب واري وشال ڊنڊ مان ٻه وهڪرا سنڌ ۾ داخل ٿيندا هئا. هڪ سنڌوءَ نالي وهڪرو پراڻي نديءَ وارو گس وٺي وهندو هو. جنهن کي ’پراڻ‘ چيو وڃي ٿو. پراڻ روهڙيءَ جي ٽڪرين وٽان اروڙ واري چورلڪ (Arore Gorge) کان ٿي لنگهندو هو. اهو وهڪرو اروڙ کان ڏاکڻي ڪنڊ وٺي روهڙيءَ جي اڀرندي طرف وارين ٽڪرين جي پير ڏئي ڪوٽڏجي، ڪوٽڙي ڪبير ۽ هالاڻيءَ جي اولهه پاسي کان سنڌ جو وچ ڏئي وهي ٿو. ان ريت مختلف وسندين ۽ ماڳن کان ٿيندو اهو وهڪرو نوابشاهه ۽ ٻانيٽيا (برهمڻ آباد) جو اڀرندو پاسو وٺي وهندو هو. اتان کان شهدادپور جي اوير ڏانهن انهيءَ قديم وهڪري جا نشان چٽا آهن. سنڌوءَ جو اِهو وهڪرو پراڻ درياهه واري پيٽ مان وهندو، ميرپورخاص، نئون ڪوٽ کان ٿيندو لاڙ جي ونگي ۽ ولاسي جا وڃي وڻ واسيندو هو. جتي اُهو ماضيءَ ۾ پنهنجي ڀرپور پاڻڻ واري سنگم سان ڪيٽيون پڻ جوڙيندو هو. ٽالپرن جي اوائلي حڪومتي دؤر ۾ ماڻڪاڻي ميرن مان مير باغ علي عرف مير باگي پنهنجو پهريون تخت گاهه ’ڪيٽين جو ڪوٽ‘ اڏايو هو. ان کانپوءِ ميرپورخاص ماڻڪاڻي ميرن جو گاديءَ وارو هنڌ بڻيو. ان ريت سنڌوءَ جو اهو وهڪرو پراڻ ۽ نيري جي نالي سان هلندو وڃي علي بندر کان اڳتي ڪوريءَ نار ۾ ڇوڙ ڪندو هو. هن جو اهو پراڻو پيٽ اڃا به مينهوڳيءَ ۾ تار ٿي وهندو آهي.

دوش آب واري ڊنڊ مان هڪ ٻيو وڏو وهڪرو وهندو وڃي وچٿوٽ وٽان ٻه درياهي جوڙي وهندو هو. ان وهڪري کي هاڪڙو چيو ويندو هو. انهيءَ وهڪري جي اوڀارين ڇاڙهه جو پاڻي سائدي ڳوٺ وٽان گڏيل وهڪري جي صورت ۾ وڃي ڪلريءَ وٽان ٻيهر ٻه درياهي جوڙي وهندو هو. اولهه وارو وهڪرو سنڌونديءَ جي برهمڻ آباد واري وهڪري سان ملندو هو ۽ اوير وارو وهڪرو پراڻ ڍوري سان ملي لاڙ جا انيڪ ماڳ آباد ڪندو، علي بندر کان ٿيندو وڃي ’ڪوري نار‘ ۾ ڇوڙ ڪندو هو.

جين فيئرلي، سنڌونديءَ پاران وهڪرا مٽائي وهڻ، ٻوڏن اچڻ ۽ سنڌو سڀيتا جي تباهي اچڻ بابت لکيو آهي ته، ”ساڳئي دور ۾ موهن جي دڙي کان 200 ميل هيٺ سامونڊي ڪناري سان ڌرتي ڌڏي هئي، ان کان پوءِ هي ماڳ هميشه لاءِ ۽ ڀڙيانگ ٿي ويو.“ هو وڌيڪ لکي ٿو ته، ”جيڪڏهن سنڌوءَ جي ڇوڙ وارن ڦاٽن کي ٿوري وقت لاءِ بند ڪبو ته ان کان مٿئين پاسي سنڌوندي هڪ وسيع علائقي ۾ هڪ خطرناڪ قسم جي ٻوڏ آڻي ڇڏيندي.“

ان ريت موهن جي دڙي جي تباهي، سرسوتي نديءَ جي سُڪڻ کانپوءِ (1500- 1400 ق. م) هڪ صديءَ اندر آيل ٻوڏن جي ڪارڻ ٿي ڏسجي. ان ڪري قديم آثارن جا ماهر چون ٿا ته ”موهن جي دڙي وارو شهر هڪ ٻيٽاريءَ تي هو.“ اِها ٻيٽاري انهن ئي مهاٻوڏن جي ڪري جڙي هوندي. هڪڙين ٻوڏن جو پاڻي لٿو ئي نه ٿي ته ٻين ٻوڏن واري پاڻيءَ ملڪ کي سمنڊ جي صورت ڏئي ڇڏي هوندي. سڄو وٽج واپار، پوکي راهي ۽ اچ وڃ بند ٿي وئي هوندي. اهڙي لقاءَ جو اندازو 2011ع ۾ لاڙ ۾ آيل مينهوڳيءَ وارين ٻوڏن ۾ ٻُڏل ڏکڻ سنڌ جي مارو لوڪن کي ئي آهي، جڏهن پاڻيءَ کي نڪرڻ جو گس نه مليو ته پاڻي گس وٺڻ لاءِ جيڏانهن ڪيڏانهن ملڪ ٻوڙيندو ڦرندو رهيو. اُن ريت سنڌوءَ جي اڀرندي درياهه ’سرسوتيءَ‘ کي سوڪهڙي ختم ڪيو ۽ الهندي درياهه ’سنڌوءَ‘ کي پاڻيءَ جي جهجهي وهڪري ماريو. اِهو لقاءُ نه رڳو موهن دڙي واري شهر، پر لاکين جي دڙي وارن سان به ائين ئي ٿيو هو. اُن ريت سنڌونديءَ تي اڏيل 99 کن شهرن ۽ واهڻن جي عروج کي زوال آيو.

سنڌونديءَ جي وهڪرن ۾ ڦيرگهير ۽ تبديلي ڪڏهن به ان جي يڪي سڄي وهڪري ۾ آيل نه ٿي ڏسجي، پر ڪنهن خاص جڳهه تي وهڪري پنهنجو ماڳ مٽيو هجي. ميداني علائقن ۾ سنڌونديءَ ڪڏهن به ۽ ڪٿي به پنهنجو دائم وهڪرو قائم نه ڪيو آهي. هن جو لاڙو اولهه ڏانهن رهيو آهي، جيڪر جابلو دنگ وارا چور لڪ ۽ لنگهه نه هجن ها ته سنڌوندي اڃا به الهندي ڏانهن رڙهي وڃي ها.

عطا محمد ڀنيرو، سڪندر جي ڏينهن واري سنڌوءَ جي وهڪرن بابت لکي ٿو ته، ”226 ق. ۾ سڪندراعظم جي ڪاهه واري واٽ جي ايياس مان اها ڳالهه اعتبار ۾ اچي ٿي ته سڪندر، سنڌو تهذيب جي ٻئي وڏي شهر هڙاپا (Harappa) کان بياس نديءَ جي پير ڏئي ’دوش آب‘ پهتو هو. پوءِ هاڪڙي جي پير ڏئي وچ مان هاڪڙي جي اولاهين ڇاڙهه

سان گڏ اروڙ پهتو هو. جتان هُن زميني واٽ وسيلي ماهوٽن تي ڪاهه ڪئي هئي. ان ريت وسهڻ ۾ اچي ٿو ته جيڪڏهن سڪندر سنڌونديءَ وسيلي سفر ڪري ها ته ڪنڌڪوٽ ۽ شڪارپور کان ٿيندو هيڙن تي وڃي ماهوٽن تي ڪاهه ڪري ها، پر هن جي اها ڪاهه زميني رستي سان ٿي هئي.“

هو وڏيڪ لکي ٿو ته، ”اروڙ وٽان سنڌوندي جيڪا پنهنجي ايرندي شاخ (5000- 1000 ق. م) وهائيندي هئي، سا اوپر ميرواهه کان ڪوٽڏجيءَ تائين، ڏکڻ ڏانهن سڌو هلي ويندي هئي ۽ پنهنجو ٿورو پاڻي هاڪڙي کي به ڏيندي هئي، اروڙ کان جنهن درياهي چاڙهه مُنهن مٽيو هو، سا هاڪڙي جي چاڙهه هئي، جنهن جي ثابتي هيٺين عوامي بيت ڏئي ٿو، جيڪو ’ساموين جي بيتن‘ ۾ ڳڻيو ويندو آهي:

هاڪ وهندو هاڪڙو، پڇندي ٻنڌ اروڙ،
ٻهه، مڇي ۽ لوڙهه، سمي ويندا سوڪڙي.

سنڌونديءَ جي وهڪرن ۾ تبديلي اچڻ سان ان جي مختلف چاڙهن به وهڻ ڇڏيو ۽ ان ريت ساوڪ وارا ميدان برپٽ بڻجي ويا ۽ انهن تي وسيل شهر ۽ واهڻ اُجاڙ وستين جي صورت اختيار ڪري ويا.

سنڌوندي پنهنجي طبعي صورت ۾ وڏي تاريخي اهميت رکي ٿي. بابر چيو هو ته ”اوهان رڳو سنڌوندي پار ڪيو، ته سڄو نندو ڪنڌ اوهان جي پيرن هيٺان آهي.“ اهڙي ساڳي ڳالهه جيمس برنس پاران سنڌ جي ڪيٽيائي ماڳ جون ماپون وٺڻ مهل ٺٽي جي هڪ سيد هنن لفظن ۾ ڪئي ته، ”انگريزن سنڌونديءَ جو گس ڏسي ورتو آهي، هاڻي ٽالپرن جي حڪومت جي پڄاڻي آهي.“

قديم زماني کان وٺي سيويءَ وارو علائقو سنڌوءَ جي هڪ چاڙهه وسيلي آباد ٿيندو هو. اِهو ماڳ ڏاڍو سرسبز ۽ خوشحال هوندو هو. تڏهن ئي ته شاهه بيگ ارغونُ قنڌار ڇڏڻ کانپوءِ سال 1518ع ۾ سنڌ تي قبضي ڪرڻ کان اڳ سڄا سارا ٻه سال سيويءَ ۾ اچي رهيو هو.

ڪنهن زماني ۾ سنڌوءَ جو پاڻي ڏکڻ کان اتر ڏانهن وڃي سيوي (جيڪا بکر کان ڏيڍ سؤ ميل ڪن اتر، اتر- اولهه طرف آهي) جي علائقي جي ڳوٺن جا ڳوٺ ٻوڙي ڇڏيندو هو. هن وقت بکر ۽ سيويءَ جي وچ تي اتر- اولهه طرف اڌ علائقي ۾ ڪي ٿورا ڳوٺ نظر اچن ٿا ۽ صدين کان هي علائقو ويران آهي، جتي سال جا چار مهينا مونتمار گرم هوائون گهلنديون آهن. بکر جي صوبيدار محمود ڪوڪلتاش جي زماني (1520ع کان 1570ع) تائين اتي جي آبهوا ۾ وڏيون تبديليون آيون. بکر جي ڀرپاسي واري علائقي ۾ به ڪي گهڻا ڳوٺ نه آهن، پر هن علائقي ۾ قديم زماني جي شهرن جا ڪنڊر ۽ ڳوٺن جا ڀڙا جام نظر اچن ٿا.

سنڌوءَ جي سيويءَ تائين ويندڙ چاڙهه هڪ زلزلي جي ڪري وهڻ بند ڪيو ۽ سنڌوءَ جي ٻوڏ علائقي ۾ بند ٿي وئي ۽ سنڌوءَ جي چاڙهه جو منهن لتجي ويو. ان دَور ۾ سنڌوندي، سيويءَ کان پنجاهه ڪوهن جي پنڌ تي وهندي هئي. ان جو پاڻي سر واهه واري ماڳ تي ’وڏي ڍنڍ‘ (Sindh Hallow) ۾ اچي گڏ ٿيندو هو. جتان سنڌوءَ جي هڪ چاڙهه 120 ميل وهندي ڏکڻ طرف سنڌ جي وچولي واري علائقي منڇر ڍنڍ تائين رسندي هئي ۽ اُن جو پاڻي پوکي راهيءَ لاءِ ڪم ايندو هو.

موهن جي دڙي کانپوءِ سنڌونديءَ جي قديم وهڪرن جا نشان ڏسندي، انگريز مورخن مان جنرل هيگ، پنهنجي ڪتاب ’دي انڊس ڊيلٽا ڪنٽري‘ ۽ رورٽي ’دي مهراڻ آف سنڌ‘ ۾ لکن ٿا ته، ”هن کان اڳ هيءَ ندي موجوده سيوهڻ شهر کان 8- 10 ميل پري، ان جي اُيرندي ۾ وهندي هئي، جيڪا نصرپور ۽ هالن وٽان لنگهندي هئي، پر موهن جي دڙي کانپوءِ واري سرزمين ڏيکاري ٿي ته، هي ندي موجوده نوابشاهه ضلعي جي وچان وهي، شهدادپور، هالا، نصرپور وٽان لنگهندي هئي.“

شهدادپور جي پرسان جيڪو هن نديءَ جو قديم وهڪرو آهي، تنهن کي ملڪي ماڻهو ’سهڻيءَ وارو درياهه‘ سڏين ٿا. سهڻيءَ ۽ ميهار جو قصو سنڌ جي لوڪ ۽ ڪلاسيڪي ادب ۾ مشهور آهي. شهدادپور پرسان سهڻيءَ جو مقام آهي ۽ ميهار جي قبر شهر جي وچ ۾ عام ماڻهن جي گهرن سان گهيريل آهي.

شهدادپور کان پوءِ هن نديءَ جا نشان سڌا ’سڌين واري ڏندي‘ ۽ ٽنڊي محمد خان جي اُيرندي پاسي ’جوڻ وارن ڪنڊرن‘ کان ٿيندا، ٺٽي شهر جي ڏکڻ ۾ مڪليءَ جي ’ڪلان ڪوٽ‘ (ڪلياڻ ڪوٽ) وارن ڪنڊرن وٽان نڪرندا، ميرپورساڪري تعلقي جي شهر گهاري ۽ ڀنڀور وارن ڪنڊرن تائين پهچن ٿا. ڀنڀور کي سسئيءَ جو شهر ۽ اتان وهندڙ قديم سنڌونديءَ جي وهڪري کي ’سسئيءَ وارو درياهه‘ ڪوٺيو وڃي ٿو.

ڀنڀور کانپوءِ ڏکڻ طرف سمنڊ جي پاسي سنڌونديءَ جي قديم وهڪري جا نشان بلڪل صاف نظر اچن ٿا، جيڪي سمنڊ ڏانهن هليا وڃن ٿا. اڳتي هلي هيءَ ندي ٻن مکيه شاخن ۾ ونڊجي وڃي ٿي: هڪڙي شاخ جا اُلهندي واري شاخ هئي، سڌي وهي وڃي ڪورنگيءَ وٽ جهوڙي ڪاريءَ ۾ پوندي هئي، ٻيءَ شاخ، جيڪا ايرندي طرف واري هئي، تنهن جو چوڙ پٽياڻي ڪاريءَ ۾ ٿيو ٿي. انهن ٻن مکيه شاخن مان وري ٻيون ننڍيون ننڍيون شاخون ڦٽي هڪٻئي سان ملي، ڪٿي ٻيٽ، ڪٿي ڪيٽيون ٺاهي، ڪڏي ڪاري ڪانٽر ڪاري ۽ ڪارا ڪاريءَ ۾ وڃي پيون ٿي، جن جا نشان سرزمين تي هن وقت به موجود آهن. جڏهن سمنڊ جي وير لٿل هوندي آهي، تڏهن انهن قديم وهڪرن جا نشان ٻيٽ ۽ ڪيٽين جي صورت ۾ ظاهر ڏسڻ ۾ ايندا آهن. پر جڏهن وير چڙهندي آهي، تڏهن انهن قديم وهڪرن جا نشانَ، ٻيٽَ ۽ ڪيٽيائي ماڳ ساموندي پاڻيءَ سان ڍڪجي ويندا آهن ۽ اهو سمنڊ جو پاڻي ڀنڀور ۽ گهاري شهر تائين سنڌونديءَ جي قديم وهڪري اندر گهڙي ايندو آهي ۽ وري جڏهن سمنڊ جي وير لهڻ شروع ڪندي آهي، تڏهن ان جو وهڪرو ائين معلوم ٿيندو آهي، ڄڻ سنڌوندي وهي وڃي سمنڊ ۾ پوي ٿي ۽ انهن وهڪرن جا نشان گهڻ شاخائين وڻ جي لامن وانگر اڄ به پکڙيل ڏسجن ٿا.

سمنڊ جي وير چڙهڻ وقت جڏهن سنڌونديءَ جي چاڙهن جي قديم وهڪرن وسيلي جڙيل هيٺ ۽ ڊيلٽا سمنڊ جي پاڻيءَ هيٺ غرق ٿيو وڃن، تڏهن اهو سڄو پاڳو هڪ سامونڊي اُپسمنڊ وانگر ڏسڻ ۾ ايندو هوندو، جيئن اڄڪلهه ٿيندو آهي. اها پڪ آهي ته جنهن وقت سنڌوءَ جي چاڙن جا اهي وهڪرا قائم هئا، تنهن وقت هي سامونڊي ڊيڊ وارو اُپسامونڊي پاڳو وڏيڪ سگهارو هوندو هو. چاڪاڻ ته وهندڙ سنڌونديءَ جي طاقت ۽ سمنڊ جي چڙهندڙ وير جو اتي ٽڪراءُ ٿيندو، جيئن اڄڪلهه موجوده ڪيٽي بندر وٽ سمنڊ جي طاقت پڌري آهي.

## سنڌونديءَ تي بئراج جوڙڻ بابت تحقيق

(Reseach about construction of Indus Barrages)

سنڌونديءَ تي بند ۽ بئراج جوڙڻ ۽ آڳاٽن قديم واهن واري سرشتي کي دائمي واهن جي صورت ۾ وهائڻ لاءِ انگريزن جي ابتدائي تحقيق، مڪيه بئراجي رٿائن کي جوڙڻ لاءِ اهم رهي آهي.

سنڌونديءَ ۽ سنڌ جي قديم واهن جي سروي ڪرنل والٽر اسڪاٽ جي سرواڻيءَ ۾، 23 آگسٽ 1844ع کان شروع ٿي. اسڪاٽ جي هن رپورٽ ۾ پرڳڻن جا نالا ڏنل آهن. پاڻيءَ جي ورهاست، واهن جي ڪنارن کي مضبوط ڪرڻ، ڊيڊن ۾ وڃڻ کي روڪڻ ۽ واهن جي پاڻيءَ تي ضابطي آڻڻ وارا نُڪتا شامل آهن. اها اوائلي رپورٽ 7 نومبر 1843ع ۾ جڙي ۽ مڪمل رپورٽ 1853ع ۾ شايع ٿي. اسڪاٽ پنهنجي رپورٽ ۾ لکي ٿو ته "سيئي واهه پنهنجي جيابي ۽ ڪارڪردگيءَ لاءِ ساليانی هوڏ واري پاڻيءَ تي پاڙيندا آهن." هو ساڄي ڪپ تي سنڌ واهه، الهندو نارو، اڙل واهه، ڪلري واهه، بگهاڙ واهه ۽ ايرندي ڪناري وارا واهه، ڦليلي ۽ پڃاري ڄاڻائي ٿو. ان ريت هو پراڻ کي بهاولپور کان ايندڙ ڄاڻائي ٿو.

هُو لکي ٿو ته سنڌ ۾ هڪ عام چوڻي آهي ته 'جڏهن ناري ۽ پراڻ ۾ پاڻي اچي ٿو ته سرڪار کي 6 روپين تائين ڍل ملندي آهي.' انهيءَ دور ۾ عام پگهار هڪ يا ٻه روپيا هئي ۽ سون جو هڪ تولو 7 روپين کان 9 روپين تائين هوندو هو.

سنڌونديءَ بابت يورپي محققن جي رپورٽن ۾ : ليفٽيننٽ اليگزينڊر برنس جي سن 1833ع ۾ جوڙيل رپورٽ (A substance of Geographical Memoir on Indus)، اليگزينڊر برنس جو 'بخارا ڏانهن سفر' (Travels to Bukhara)، راورٽيءَ جو 'سنڌ جو مهراڻ' (Mehran of Indus)، ڪرنل سي. ڊبليو ٽرمين هيري جو ڪتاب 'سنڌ جي هيٺهر نقشائي جوڙجڪ' (Reconstruction of Maps of Indus) ليفٽيننٽ ٽي. جي ڪارلس جي 1837ع ۾ لکيل رپورٽ 'سنڌ جي ڪيٽيائي ماڳ جي جانچ پڙتال' (Survey of Delta of Indus)، 1923ع ۾ اَي. اَي. مسٽو جي لکيل سکر بئراج جي رٿا ۽ سنڌ جي مستقبل بابت رپورٽ (The Future of Sindh, Sukkur Barrage Scheme)، جيمس ميڪ مرڊو (James MacMurdo) جو ڪتاب 'An Account of the Country of Sindh'، رچرڊ برٽن (Richard Burten) جو ڪتاب 'Sindh Revisited'، سر هينري پاٽينجر جو ڪتاب 'Travels in Balochistan and Sindh' ۽ ٻيون تحريرون وڏي ڄاڻ ڏين ٿيون.

اسڪاٽ انهن سمورين تحريرن مان لاڀ حاصل ڪيو. اسڪاٽ واهن جي سرشتي واري عمل ۾ ڪتب ايندڙ هر لفظ ۽ ڪم کان چڱيءَ ريت واقف هو. شروعات ۾ هن کي ڪاٽيءَ واري سرشتي کي سمجهڻ ۾ ڪجهه ڏکيائي ٿي، پوءِ هوريان هوريان ونگار، چيڙ ۽ ٻيگر وارو روايتي سنڌ جو طريقو اريگيشن ڪاتي ۾ اچي ويو.

ڪرنل والٽر اسڪاٽ جي سنڌ جي واهن ۽ ٻيلن بابت رپورٽ جوڙڻ کان 50 سال پوءِ جنرل فائيف، هڪ ٻي رپورٽ جوڙي ورتي، جيڪا وڏيڪ تفصيل واري ۽ هڪ شاهڪار رپورٽ آهي. هن رپورٽ ۾ هن سنڌو نديءَ جي منڊ کان وٺي چوڙ تائين جو احوال ڏنو آهي. هن سنڌونديءَ جي ٻوڏن ۽ شهرن کي ٻوڙڻ جو تذڪرو ڪندي 1851ع ۾ شڪارپور کي تباهه ڪندڙ هڪ وڏي ٻوڏ ۽ ان جي اپائن جو ذڪر ڪيو آهي. هن سنڌ ۾ 1852ع، 1874ع، 1878ع ۾ آيل وڏين ٻوڏن جو ذڪر ڪندي ڄاڻايو آهي ته سنڌ جي سري ۽ ڪشمور کان هيٺ ۽ سکر جي ويجهو سنڌو درياهه پنهنجن ڪپن کان اُٿل کائي وڏي ٻوڙ ٻوڙان ڪندو آهي. فائيف جي 1893ع واري رپورٽ ۾ ٻوڏ بابت ڪيل اڳڪٿي 1942ع واري ڪاري ٻوڏ جي صورت ۾ سچي ثابت ٿي.

سنڌ جي بهتريءَ لاءِ ساڄي ڪپ تي جنرل جان جيڪب ۽ کاٻي ڪپ تي ڪئپٽن ليڪر ۽ جنرل فائيف جيڪي رٿائون جوڙيون، سي 'لائيڊ بئراج' (سکر بئراج)، ڊيزرٽ ڪئنال، شاهي واهه، بيگاري واهه، ايرندي ناري، جمڙائو ۽ منڙائو ۽ روهڙي ڪئنال جي صورت ۾ جڙي راس ٿيون. ان سان اٽڪل 38 لک ايڪڙ زمين پوک هيٺ آئي، نه ته 1900ع ۾ 32 لک ايڪڙ موجود زمين مان رڳو 4 لک 60 هزار ايڪڙ زمين پوکي هيٺ ايندي هئي.

نارا ڪئنال کي هيٺهر وهائڻ ۽ منڌائتي واهه مان مستقل واهه بنائڻ ۾ فائيف سان گڏ ٻيگر جي رپورٽن جو به هٿ رهيو آهي. سنڌ جي ڪمشنر هينري بارٽل فريئر (Henry Bartle Frere) 1851ع ۾ هن اسڪيم جي سفارش ڪئي هئي. گورنر لارڊ وائيڪائونٽ فاڪلينڊ، ڪرنل ڪرافورڊ کان رپورٽ گهرائي انهيءَ رٿا جي منظوري ڏني. انهيءَ رٿا تي عمل ڪرائڻ لاءِ ترُوت قيدي مزدورن جو وڏي پئماني تي استعمال ڪيو هن هاڪڙائي ڍنڍن ڏانهن ويندڙ پاڻيءَ کي روڪرايو جيئن ناري واري سڄي ماڙي آباد ٿي سگهي. نارا ڪئنال، اها ناري واري صالح پٽ جي ماڙي، فقيرآباد نالي ڳوٺ کان ٿيندو ڄُنو جي ڳوٺ ويجهو ريٽيءَ واري وهڪري سان ٻوروچوٽ ڏئي وهندو آهي ۽ وهڪرو ساعدي ۽ رتي ڳوٺ ويجهو اچي پاڻ ۾ ملندو آهي. ريٽيءَ ۾ ڪي سال پاڻي نه به ايندو آهي. فقيرآباد کان ڄُنو جي ڳوٺ تائين نارو ڪئنال سراسري طرح 300 کان 600 فوٽ ويڪرو ۽ ويهارو فوٽ اونهو هوندو آهي. صالح پٽ کان تجل تائين ناري جي ماڙي سوڙهي آهي ۽ امرڪوٽ کان وري ويڪري ٿيڻ شروع ٿيندي آهي ۽ اتي اها ماڙي گاهه ۽ وڻڪار سان ڀرپور آهي.

ناري ڪئنال بابت بيڪر پنهنجي رپورٽ ۾ لکيو آهي تہ هن واهہ جي وهڻ سان حيدرآباد جي ڪليڪٽر جي علائقي، مير مراد ٽالپر جي خيرپور رياست ۽ ڪڇ جي راءِ واري رياست کي وڏو لاڀ ملندو.

**سنڌ طاس معاهدو** (Indus Basin project): سنڌو درياهہ جي طاس جي ترقيءَ جو منصوبو 1960ع ۾ بين المملڪتي معاهدي هيٺ عمل ۾ آندو ويو. سنڌو درياهہ جي ٽن اوڀر وارن ننڍن درياهن: ستلج، راوي ۽ بياس جو پاڻي (ٽي ڪروڙ ٽيهہ لک ايڪڙ ساليانو) هندستان کي وڪڻي ڏنو ويو. 19 سيپٽمبر 1960ع تي پاڪستان جي صدر محمد ايوب خان ۽ هندستان جي وزيراعظم جواهر لعل نهروءَ ان معاهدي تي صحيون ڪيون ۽ ٽن اولاهن درياهن: سنڌو، جهلم ۽ چناب جو پاڻي پاڪستان جي حصي ۾ (13 ڪروڙ، پنجاهہ لک ايڪڙ ساليانو) آيو. اپرندن درياهن ذريعي پاڪستان ۽ پنجاب جي جن علائقن ۾ آبپاشي ٿيندي هئي، اتي هاڻي سنڌو درياهہ، جهلم ۽ چناب جو پاڻي پهچائڻو هو، جنهن لاءِ لنڪ ڪئنالن (Link Canals) ۽ بين اڏاوتي منصوبن جي ضرورت پئي. حڪومت پاڪستان ان وڏي منصوبي جي تڪميل جي ذميداري واپڊا جي حوالي ڪئي. ان سلسلي ۾ جيڪو ترقياتي فنڊ قائم ڪيو ويو، ان جي جملي رقم اٺانوي ڪروڙ، ٽيهہ لک ڊالر هئي. ان رقم جي فراهميءَ ۾ وڏو حصو آمريڪا، ڪئناڊا، برطانيا، آسٽريليا، نيوزيلينڊ ۽ اولهہ جرمني قرضن ۽ امداد جي شڪل ۾ ڏنو ۽ هندوستان ڇهہ ڪروڙ ويهہ لک ڊالر رقم ادا ڪئي.

معاهدي مطابق ان منصوبي جو پورائو 10 سالن کان گهٽ مدي ۾ مارچ 1970ع تائين لازمي ٿيڻو هو. ان ڪانپوءِ هندستان ٽنهي درياهن جي پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ مجاز هو. ان ۾ ٽن سالن جو واڌارو ان صورت ۾ ممڪن هو تہ پاڪستان وري هندستان کي ان پاڻيءَ جي قيمت ادا ڪري. واپڊا ان منصوبي جي تعميرات مقرر مدي جي اندر مڪمل ڪري



منگلا ڊيم

ورتي. جهلم نديءَ جي منگلا واري ماڳ تي يارهن هزار فوٽ ڊگهو 380 فوٽ اوچو ڊيم تعمير ڪيو ويو. ٻيو بند وري سنڌونديءَ جي تربيلا واري ماڳ وٽ ٺاهيو ويو. ان کان سواءِ هڪ ديامير- ڀاشا بند اترين علائقن ۾ جڙي رهيو آهي. ٻہ بند ٻيا بہ تعمير ٿيا. ورهاڱي کان اڳ ۽ پوءِ سنڌوءَ تي جڙيل بندن ۽ بئراجن جو تفصيل هن ريت آهي:

**ديامير- ڀاشابند** (Diamer- Bhasha Dam): ديامير- ڀاشا ڊيم پاڪستان جي اترين علائقن گلگت- بلتستان ۾ سنڌونديءَ تي ٺاهيو پيو وڃي. هن جي اڏاوت جي شروعات 18 آڪٽوبر 2011ع کان ٿي آهي. هي بند تربيلا کان مٿي وهڪري تي 314 ڪلوميٽر ۽ گلگت ڏانهن 165 ڪلوميٽر هيٺين وهڪري تي جڙي رهيو آهي. هن بند ۾ پاڻيءَ جو



ديامير- ڀاشا بند

هڪ وڏو ذخيرو 7.3 ملين ايڪڙ فوٽ (7.3 million Acre Feet) گڏ ڪري جنريٽرن وسيلي 3.360 ميگاواٽ بجلي پيدا ڪئي ويندي.

**تربيلا بند** (Tarbela Dam): سنڌونديءَ تي هي بند هري پور لڳ تربيلا واري ماڳ تي 1976ع ۾ جوڙيو ويو. هي ماڳ سنڌونديءَ جي هڪ سوڙهي ماٿريءَ ۾ آهي. سنڌونديءَ جي ڪاٻي ڪپ تي جڙيل تربيلا بند، هري پور هزاره کان سواءِ خيبر پختونخوا جي صوابي ضلعي سان بہ



سنڌونديءَ تي اڏيل تربيلا ڊيم جو ڏيک

لڳي ٿو. هي بند 250 چورس ڪلوميٽر علائقي کي والاريندڙ 82000 ايڪڙ زمين تي ٻَڌل آهي. هي بند 148 ميٽر/ 486 فوٽ بلند آهي. هن بند جي پاڻيءَ جي وهڪ واري واٽ (spill ways)، ٻن حصن تي جڙيل آهي. پاڻيءَ جي مکيہ وهڪ واري رستي تان پاڻيءَ جو اخراج 18406 ڪيوبڪ ميٽر في سيڪنڊ/ 650000 ڪيوبڪ فوٽ في سيڪنڊ آهي. هن بند جون چار سرنگهون ساڄي پاسي کان آهن، جيڪي درياهي وهڪ تي ضابطي رکڻ ۽ بجليءَ جي پيداوار لاءِ آهن. هتي 175 ميگاواٽ بجليءَ جي اپت لاءِ سرنگهہ نمبر1 تي چار جنريٽر لڳل آهن، جڏهن تہ سرنگهہ نمبر2 تي 175 ميگاواٽ بجليءَ لاءِ ڇهہ جنريٽر ۽ سرنگهہ نمبر 3 تي 432 ميگاواٽ بجليءَ جي اپت لاءِ 4 جنريٽر لڳل آهن. اهڙيءَ ريت هن بند وسيلي ڪل 3478 ميگاواٽ بجلي پيدا ٿيڻ جي گنجائش آهي. هن بند ۾ 44600000 ايڪڙ فوٽ (14.3 $km^2$) پاڻي ماپي سگهي ٿو. سنڌونديءَ جي لٽ نيل نديءَ کان ٽيڻي آهي. رڳو هن بند ۾ هر سال سنڌوندي 430 ملين ٽن لٽ آڻي جمع ڪري ٿي، جنهنڪري مرڪزي حڪومت هن بند جي وسعت (extension) لاءِ چيني حڪومت سان هڪ معاهدو ڪيو آهي.

سنڌونديءَ تي بئراج

سنڌونديءَ تي جڙيل تربيلا بند جي پڇڙيءَ کان ڇهه ميل هيٺ سنڌوندي ۾ هارو نئن جي ميلاپ سان غازي ۾ خانو ڳوٺن وٽ، غازي گهڙيال ۾ بجلي گهر جوڙيو ويو آهي. جنهن سان اتر پنجاب ۾ پوٺوهار ۾ هزارين ٽيوب ويلن ذريعي وڏي زرعي آبادي ٿي رهي آهي.

**غازي بروٿا بئراج** (Ghazi Brotha Barrage): هي بئراج سنڌونديءَ جي ڪاهي ڪپ تي ٺاهيو ويو آهي. هتي فولادي ڏَرَ هٽي هائيڊرو اليڪٽرڪ پروجيڪٽ لاءِ سنڌونديءَ مان پاڻي ڳڏ ڪيو ويندو آهي. هتي پاڻيءَ جو وهڪرو ڇهه لک سٺ هزار ڪيوسڪ آهي، جنهن مان ڏيڊ لک ڪيوسڪ غازي بئراج کي، باقي پنج لک ڪيوسڪ پاڻي جناح، تونسه ۾ چشمه بئراجن جون ضرورتون پوريون ڪري ٿو. باقي جيڪو پاڻي بچي ٿو سو ڪوٽڙي/ غلام محمد بئراج کي ڏنو ويندو آهي.

**ست پاره بند** (Satpara Dam): سنڌونديءَ جي بنهه مٿانهين ٽئين نمبر ماڳ تي بلتستان ۾ سنڌوءَ جي ڪاهي ڪناري سان اسڪردوءَ وارو ماڳ هڪ سهڻي جڳهه آهي. اسڪردوءَ جي اولهه ۾ 7 ميلن جي مفاصلي تي


ست پاره

سمنڊ جي سطح کان 7250 فوٽ مٿانهين هنڌ تي هڪ سهڻي ڍنڍ ’ست پاره‘ آهي. هن ڍنڍ کان هيٺ ست پاره نئن وهي ٿي. هن نئن مٿان واپڊا پاران 100 فوٽ اوچو ست پاره بند جوڙڻ جي رٿابندي ڪيل آهي، جتي 0.082 ملين ايڪڙ پاڻي ڳڏ ڪيو ويندو ۽ ان سان اتي جي 39840 ايڪڙ زمين پڻ آباد ٿي سگهندي.

**جناح بئراج** (Jinnah Barrage): جناح بئراج سنڌونديءَ تي سال 1947ع ۾ ٺهي راس ٿيو. سنڌونديءَ کي نستو ڪنڌڙ هي ڀهريون راتاهو آهي. جناح بئراج کان اتر پاسي سنڌونديءَ جو منظر هڪ وڏي سمنڊ جهڙو آهي، پر ان جي هيٺاهين پاسي وارو منظر سنڌ جو ساڳيو عام بئراجي منظر آهي. هن بئراج کان هيٺيرو سنڌوءَ جي اُڀرندي پاسي ميانواليءَ جو شهر آهي.

سنڌوءَ جي الهندي ڪناري سان 400 ورهيه جهونو شهر ديرو اسماعيل خان ۽ ان جي سامهون اڀرندي پاسي ديرو دريا خان، پڪر، ڪروڙ شريف ۽ ليهَ شهر آهن. هتي گومل ندي (Gomal Riverine) اچي سنڌوءَ سان ملي ٿي.

اٽڪ کان هيٺ ڪروڙ شريف کان وٺي ليهَ تائين سنڌوءَ جو وهڪرو خيبر پختونخوا ۽ پنجاب جي سرحدي حدبندي ڪري ٿو. هتي ٿورو هيٺيرو سنڌونديءَ جي الهندي پاسي تونسه شريف آهي، جنهن کان ٿورو هيٺ تونسه بئراج آهي.


سنڌو نديءَ مان ڪڍيل ٿل واهه جو ڏيک

**ٿل واهه** (Thall Canal): اهو منصوبو پرويز مشرف جي دور ۾ مڪمل ٿيو جنهن جي ذريعي 33 ڪلوميٽر ڊگهي 8500 ڪيوسڪ پاڻي ڪٽنڊڙ نهر ڪانسواءِ 360 ڪلوميٽر ڊگهيون، 4 ننڍيون نهرون منڪيره، چوپاره، دهنگانه، نوربور ۾ هڪ ننڍي نهر، محمود تي ٻڌل آهي. پاڻيءَ جي ورهاست لاءِ 2000 ڪلوميٽر هڪ طويل نهر به ان منصوبي جو حصو آهي. ان منصوبي جو هڪ حصو مڪمل ٿي چڪو آهي ۽ مک نهر جي وارياسي پٽن ۾ سنڌوءَ جو پاڻي ڪنيو وهي ٿو

**تونسه بئراج** (Tunsa Berrage): هن بئراج جي تجويز 1936ع ۾ برطانوي حڪومتي دؤر ۾ سامهون آئي ۽ هي بئراج 1958ع ۾ وڃي جڙيو ۽ 3 مارچ 1959ع تي فيلڊ مارشل ايوب خان ان جو افتتاح ڪيو هو. هن بئراج سان پنجاب جي هڪ لک چاونجاهه هزار ايڪڙ زمين


تونسه بئراج

پوکي هيٺ اچي ٿي. سال 1959ع ۾ سنڌونديءَ تي جڙيل تونسه بئراج ڪانپوءِ سنڌوءَ جي الهندي پاسي سرائڪي وسيب جو هڪ شهر ’جام پور‘ آهي، جام پور کان پوءِ ’راجڻ پور‘ جو شهر اچي ٿو جنهن بعد سنڌوءَ جي پنجن ندين سان ميلاپ وارو ماڳ ۽ شهر ’مٺڻ ڪوٽ‘ آهي، جنهن کان ٿورو هيٺ ساڳي ڏِس ڏانهن ’روجهاڻ‘ شهر آهي. هتان هيٺ سنڌو نديءَ جي اڀرندي پاسي سنڌ جو مشهور بئراج، گڊو ۽ گڊوشهر اچن ٿا. هتي سنڌوءَ جي ساڄي ڪپ تي ميانوالي شهر آهي.

**گڊو بئراج (Guddu Barrage):** سنڌونديءَ تي گڊو بئراج جوڙڻ جي رٿا 1942ع ۾ سامهون آئي. هيءَ بند 4445 فوٽ ڊگهو آهي. هن بند کي سٺ- سٺ فوٽن جا 64 در ڏنل آهن. هڪ 50 فوٽ ڊگهو بوٽ لاڪ اٿس، جنهن مان ٻيڙيون سولائيءَ سان گذري سگهن ٿيون. هن بئراج مان نڪرندڙ شاخن ۾ واهن جي ڊيگهه 2444 ميل ٿيندي. هن بئراج تي سنڌ جي 11 ملين هيڪٽر/27 ملين ايڪڙ زمين آباد ٿيندي آهي.



گڊو بئراج

گڊو بئراج کان سکر بئراج تائين فاصلو 80 ميل آهي. گدو بئراج وٽ، سنڌوندي، سامونڊي سطح کان 250 فوٽ مٿاهين وهندي آهي.

راڄڻ پور شهر کان پوءِ ڪشمور اچي ٿو، جيڪو سنڌونديءَ جي الهندي ڪپ تي وسيل آهي. ان کان هيٺ ڪنڌڪوٽ آهي. ڪشمور کان ڪنڌڪوٽ ڏانهن ايندي، سنڌونديءَ جي پيٽ ۾ هڪ زرخيز ٻيٽ 'ماڇڪو' آهي، جيڪو بنيادي طور سنڌ جو ڀاڱو آهي، پر قانوني ۽ انتظامي طرح ان تي پنجاب جي عملداري آهي. ان کان اڳتي سنڌوءَ جي ڪنڌيءَ سان ڪچي ۾ 1902ع ۾ جوڙايل توڙي بنگلو آهي. هتي جو توڙي بند، جيڪب آباد ۽ لاڙڪاڻي جي حفاظت ڪري ٿو. سال 2010ع ۾ هتان بند ٽٽو هو ۽ سنڌ جي مختلف ضلعن جا ڪيترا ماڳ ٻڏي تباهه ٿيا هئا.

توڙيءَ جي ماڳ جي ڀيءَ پر تي ماٿيلي جو شهر آهي، جتي مومل جي ڪاڪ جا قديم آثار موجود آهن. ڪشمور کان 110 ڪلوميٽر شڪارپور شهر آهي. شڪارپور کانپوءِ سنڌونديءَ جي ساڄي ڪپ سان سکر آهي. سکر جي ڀئي پاسي وارو علائقو اروڙ سنڌ جو هڪ قديم درياهي بندر رهيو هو ۽ ان جو اوج 946ع تائين رهيو.

**لائيڊ بئراج/ سکر بئراج (Lloyd Barrage):** هن بئراج جو افتتاح 13 جنوري 1932ع ۾ ٿيو. برطانوي حڪومت سنڌونديءَ تي سکر وٽ



سکر بئراج

4725 فوٽ ڊگهو (هڪ ميل) پٿرن جو بئراج جوڙايو جيڪو دنيا جو وڏي ۾ وڏو آبپاشي نظام رکندڙ 'لائڊ بئراج' ۽ عرف عام ۾ سکر بئراج نالي سان مشهور آهي، جنهن کي 66 لوهي در آهن.

لائيڊ بئراج جي ساڄي ڪپ کان ٽي واهه: اتر اولهه کان ڪيرٿر ڪئنال واهه، رائيس ڪئنال ۽ دادو ڪئنال آهن. جڏهن ته کاٻي ڪپ تي چار وڏا واهه: اڀرندي ناري کي پيچ ڏيندڙ واهه، اتر- اوڀر خيرپور واهه، روهڙي ڪئنال ۽ اولهه خيرپور کي پيچ ڏيندڙ واهه وهي نڪرن ٿا. هنن واهن کي به لوهي در آهن. هنن واهن جي شاخن سميت ڊيگهه 6400 ميل آهي ۽ اندازاً 55 لک ايڪڙ زمين آباد ڪن ٿا. هنن واهن تي 2 هزار پلين ۾ در آهن. هن عظيم الشان بئراج تي جملي خرچ 55 ڪروڙ آيو ۽ اهو خرچ هند سرڪار کي 75 سالن اندر سنڌ کان وصول ڪرڻو هو پر سنڌ جي سون اپائيندڙ زمين ٻي مهاڀاري جنگ دوران هيءُ سجو قرض لاهي ڇڏيو.

**لئنسڊائون پل (Landsdown & Ayoub Bridge):** هيءُ لوهي پُل بنا ٿنڀن واري آهي، جيڪا وائسراءِ لارڊ لئنسڊائون جي نالي سان 1889ع ۾ جڙي راس ٿي. اُن تي ان دور ۾ 40 لک روپيا خرچ آيو هو. هن



لئنسڊائون پل

پل جو افتتاح ممبئيءَ جي گورنر لارڊ ري ڪيو هو. اهڙي هڪ پل سنڌ جي ڪمشنر مسٽر ايڇ اي جيمس جي ڏينهن ۾ ٺهڻ شروع ٿي، جيڪا 1900ع ۾ جڙي راس ٿي. هيءَ پل ريلوي لائين جي لنگهه لاءِ جوڙي وئي. هن پل جي ڪمزور ٿيڻ جي ڪري، ان جي پر ۾ ساڳيءَ طرز واري 'ايوب پل' 1962ع ۾ جوڙي وئي آهي.

**ڪوٽڙي بئراج:** جام شوري (موجوده المنظروٽ) سنڌونديءَ تي 1955ع ۾ غلام محمد بئراج جوڙايو ويو، جنهن کي 'ڪوٽڙي بئراج' سڏجي ٿو جيڪو سنڌوءَ جي قدرتي ڦاٽ/ شاخ ڦليلي ۽ ان مان نڪتل



سنڌوءَ جو غلام محمد بئراج- جام شوري وٽان وهڪرو

پڇاري ۾ لائيڊ چئنل وسيلي ڏکڻ سنڌ جي وسيع ايراضيءَ کي سيراب ۽ آباد ڪري ٿو جام شوري کان حيدرآباد شهر سنڌونديءَ جي ڀئي پار، سنڌوءَ جي هڪ ڇاڙهه ڦليليءَ تي آباد آهي. هن بئراج وسيلي ضلعو حيدرآباد ۽ لاڙ آباد ٿئي ٿو بئراج جي الهندي پاسي کان 'ڪراچي ڪئنال' آهي، جيڪو ڪوٽڙيءَ جي زمين کي آباد ڪرڻ سان گڏ ڪراچي واسين کي پيئڻ جو پاڻي رسائي ٿو.

**سنڌو ٻيڙيون (Indus Boats):** سنڌو درياهه ۾ ڪيترن ئي قسمن جون ٻيڙيون ترنديون ۽ وهنديون رهيون آهن. هاڻي اهي ٻيڙيون، جيڪي آڳاٽي زماني ۾ هلنديون هيون، انهن جو رواج ختم ٿي ويو آهي. سنڌي زبان ۾ ٻيڙين لاءِ ڪيترائي نالا ڪتب آندا ويا آهن. جن ۾ ٻيڙي، سڪاڻ، ڪونتل (پاتاريءَ سان ڪوُنتل)، جهمٽي، دنگي، ڪنار، ڏونڊي، هڙيو/ هڙهيو،



هڪ قديم سنڌو ٻيڙيءَ جو نشان

ڪوُنتيو، گاليو/ هيلهو، مڪڙي، تيراز/ طراز، ناؤ، واڻ، چوڏو، زونرڪ/ بگوچڻ، ديري وال يا پندوچي ۽ نامڪڙي، آڳيلي وغيره قابل ذڪر آهن. هنن ٻيڙين تي ڪاٺ جي چٽسالي (carving) حيرتناڪ قسم جي آهي. محقق منظور ڪوهيار پنهنجي مضمون ’سکر جون ٻيڙيون‘ ۾ ٻيڙين جي قسمن سان گڏ انهن تي چٽساليءَ جا نمونا: پاري، مور، گڏي، قلڙي، ڏنگڙي، پيرو، پوپٽ، مڇي، چنڊ تارو ۽ ٻيا نمونا چٽائيا آهن.

عرب تذڪره نگارن موجب سنڌين وٽ درياهي ٻيڙا ٽن قسمن جا آهن:

(1) **بارجه (بار ڍوئيندڙ):** اهي هلڪيون ٻيڙيون، جيڪي مال ڍوئڻ لاءِ هونديون آهن،

(2) **دونيج (ڏونڊي):** اِها واپاري ٻيڙي آهي، جنهن کي ڏونڊي چئي سگهجي ٿو،

(3) **هوري (هوڙهو):** انهن ٻيڙين جا تختا ناريل جي مُڃ جي رسن سان ٻَڌل هوندا هئا.

جيتوڻيڪ اهي نالا عربي انداز ۾ لکيل آهن، پر اهي پنهنجو اصل سنڌي اچار بہ ظاهر ڪن پيا. بارجہ: بار ڍوئڻ ۽ وزن کڻڻ وارين، دونيج: دنگي، ۽ هوري: هوڙو آهي، جيڪي اڄ بہ سنڌ جي ڪيٽيائي ماڳن سان درياهي چوڙ وارين شاخن ۾ سمنڊ تائين هلندا آهن. ابن بطوط جنهن ٻيڙي/ جهاز ۾ مسافري ڪئي هئي، سو هوره/ هوڙو هو. جنهن کي 40 ملاح هلائيندا هئا ۽ انهيءَ جهاز ۾ مسافرن لاءِ ڪمرا بہ ٺهيل هئا. (وڌيڪ ڏسو: ٻيڙو انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد پهريون، ص: 590)

**سنڌو جهاز ۽ واپار (Indus Ships and Trade):** سمنڊ ۽ سنڌوندي سنڌي ماڻهن جي سُکي جيوت جا وڏا آبي سرچشما رهيا آهن. سنڌو تهذيب سمنڊ کان سنڌونديءَ جي ڪناري تي اُسري ۽ پنج هزار سال اڳ واري هڪ مثالي تهذيب هئي. سنڌو جهازي هزارين سالن کان وٺي دنيا ۾ مشهور رهيا آهن. ننڍي کنڊ جي هڪ ٻاراڻي آکاڻي ’سندباد جهازي‘ ۽ ’سندباد سيلاني‘ هڪ لوڪ ڪٿا کان وڌيڪ حقيقي ان ريت آهي، جو سنڌ جا جهازران لوڪ 5000 ق. م ڌاري سنڌوندي ۽ سمنڊن ۾ ٻيڙا هاڪاري دنيا سان رابطي ۾ آيا. ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ پنهنجي مقالي ’سنڌ ۾ جهازرانيءَ جو دور‘ ۾ لکي ٿو تہ ”سنڌ ۾ جهازرانيءَ جو فن فنيقي قوم (2800-1200 ق. م) جي وجود ۾ اچڻ کان گهڻو اڳ موجود هو. قديم سنڌي جهازرانيءَ ۾ پڙ (Expert) هئا ۽ سندن واپار ڏکڻ ۾ دکن ۽ سيلون، اوڀر ۾ هند چيني ۽ چين، اولهہ ۾ ايران، عراق، يمن ۽ مصر تائين پکڙيل هو انهيءَ جي تصديق بابل ۽ نينوا جي ڪتبن مان ملي ٿي، جن مان سنڌو ۽ سمير تهذيب جو پاڻ ۾ گهاٽو تعلق ٻڌايو ويو آهي.“

سنڌو تهذيب عوامي گڻ رکندڙ اُن دور جي ’حربي هنرمندي‘ (Miletary Technology) کان وانجهيل، پر سماجي هنر ۽ فن (Social Technology) ۾ پنهنجي سهيوڳي سڀيتائن کان گهڻو اڳيري هئي. وٽن پنهنجا رٿابنديءَ سان جوڙيل رهائشي ۽ صنعتي شهر، بندر ۽ بازاريون هيون. ايس. آر رائو پنهنجي ڪتاب ’Dawn and Devolution of Indus‘ ۾ لکيو آهي تہ ”لوٿل واري ماڳ تان واپاري سامان جي جهجهائپ جو اندازو اتي ايندڙ واپاري جهازن، گودامن ۽ ان وڏي گوديءَ مان لڳائي سگهجي ٿو، جنهن جي ڀيٽ ممبئي ۽ وشاکاپٽنام جي گودين سان ڪري سگهجي ٿي.“

تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ سمنڊ ۽ سنڌو درياهہ قديم زماني کان سنڌ تي ٽيل ڪاهن ۽ تجارت لاءِ اچ وڃ جو وسيلو رهيو آهي، جڏهن تہ ان جا درياهي بندر تہ انيڪ هئا، جتان سڄيءَ دنيا سان واپار هلندو هو. پوئين دور ۾ ديبل، لاهري، ڪيٽي ۽ ڪڙڪ بندر هاڪارا رهيا.

هن جهوني سنڌي سمنڊ ۽ سنڌو درياهہ جي ڀيٽ تان ڪيترن ئي وڏن بحري جهازن جو سفر ايامن کان جاري رهيو آهي. پوءِ ڀلي اُهي جهاز سنڌو وکر سان ڀريل هئا يا سنڌ تي هلان ڪندڙ سنڌ مان لٽيل مال کڻي ويندڙ جهاز هئا. هڪ آمريڪي خاتون ليکڪا اوُميل پنهنجي ڪتاب ’نچندڙ پاڇولا‘ (Dancing Shadows) ۾ لکي ٿي تہ ”پراچين دور جا سنڌو ٻيڙا 1500 ق. م تائين سُمير ۽ اڪاد تائين ايندا ۽ ويندا رهيا آهن. اهي سنڌو ٻيڙا تمام خوبصورت ۽ مضبوط هوندا هئا ۽ انساني مهارت ۽ قابليت واري ڪاريگريءَ جو مثالي نمونو هئا، جن کي فقط هڪ کوهو (Mast) هوندو هو. يورپ وارن جون وائيڪنگ (Viking) ٻيڙيون اُن جو ساڳيو نمونو آهن، جيڪي تمام گهڻو پوءِ جوڙيون ويون.“



ان دور ۾ يورپ جي ٻين ملڪن، ويندي سويڊن، ڊينمارڪ ۽ ناروي وارن انهيءَ سنڌو طرز تي ٻيڙا جوڙيا ۽ سمنڊ ۾ هاڪاريا.



وائڪنگ ٻيڙيءَ جو جديد نمونو

پراچين دور کان سنڌوءَ کان سمنڊ تائين 'واڻ' (واپاري ٻيڙا) هلندا هئا، اُتر منڊ ۾ اهي ٻيڙا هوائن جي آڌار تي وچ اوڀر ۽ ٻين ملڪن ڏانهن ويندا هئا، جن جو مهاڙي ٻيڙو 'سرواڻ' (مکيه ٻيڙو) ڪوٺبو هو.

مشهور اديب ۽ تاريخدان ڊاڪٽر سرفراز احمد پٽيءَ پنهنجي مقالي 'بدين ضلعي جون ٻه قومون: جتب ۽ ميد' ۾ لکي ٿو ته، "سنڌ جا ڪاري ڪيڙائو، دنيا جي وڏن ۽ عميق بحرن/ سمنڊن کي زير ڪري چڪا هئا، اهي جڏهن روم پهتا ته عربن ۾ رومي سمنڊ ۾ جهاز هلائيندڙن لاءِ 'نوتيءَ' جو لفظ استعمال ڪيو. عرب جاهليت جي دور جو شعر آهي ته:

"والنوتي الملاح الذي يدبر السفينة"

[نوتي ملاح جيڪو جهاز جو سجو انتظام ڪندو آهي]، اهي نوتي اڄ به ڏکڻ سنڌ، لاڙ ۾ رهن ٿا. اهو لفظ عربي لغت ۾ موجود آهي، پر عربي نه آهي. حضرت ابن عباس رضہ اهو لفظ عربي وزن ۾ 'نوات' ڪري استعمال ڪيو اهو لفظ روم کان شام آيو ۽ لاطيني ٻوليءَ ۾ نيوٽيز (Nautais)، فرينچ ٻوليءَ ۾ ناطق (Nautique)، فرينچ ٻوليءَ ۾ ناطق (Nautique)، انگريزيءَ ۾ نيوي (Navy)، نيويگيشن (Navigation)، نيول (Naval) ۽ ناٽيڪل (Nautical) جهڙا لفظ ۽ اصطلاح ان 'نوتي' لفظ جي ڌاتوءَ مان جڙيا. ان ريت سنڌ جا قديم 'نواتي' اصل جهازي ٿي هئا. اِهي نه رڳو واپاري ٻيڙا هاڪاريندا هئا، پر تاريخ ۾ سڪندر ۽ غزنوي فوجن سان به منهن مقابل رهيا."

سمنڊ ۽ سنڌوندي، قديم زماني کان وٺي تجارتي آمدرفت جو ذريعو رهيا آهن. هتان جي قديم تهذيبي ماڳن جي دريافت (findings) مان نڪر مان جڙيل ٻيڙن جي شڪل واريون شيون مليون آهن، جن تي سڙهه جي لڳائڻ جي گنجائش آهي. جنهن زماني ۾ سنڌ واسين ڪاٺ جا ٻيڙا جوڙيا، تنهن دور ۾ مصر ۾ پيپرس جي ڪانن (Papurasreeds) مان ٻيڙيون ناهيون وينديون هيون، جن کي ڪوهي ۽ سڙهه واسطي آڏ هوندي هئي.

ايڇ. ٽي. لئمبرڪ سنڌ ۾ مصر جهڙين ٻيڙين جي موجودگيءَ بابت لکي ٿو ته، "آڳاٽا سنڌو لوڪ جيڪي ٻيڙا استعمال ڪندا هئا، تن جي شڪل صورت اڄ وارن ٻيڙن جهڙي آهي ۽ اهڙيون پيپرس ٻيڙيون ان ڍوئڻ خاص طرح سان چانورن، ڪپهه، ڪاٺ يا پٿرن وغيره ڍوئڻ لاءِ استعمال ڪيون وينديون هيون."

ان قديم دور ۾ راويءَ کان وٺي سنڌوءَ جي چوڙ تائين آباد ماڻهو آمدرفت واسطي اهڙيون ٻيڙيون ڪتب آڻيندا هئا. هڙاپا جو واپاري وڪر منڊ ۾ بياس نديءَ وسيلي ۽ پوءِ سنڌوءَ وسيلي مهلوا (مهالوءَ: وڏي واهڻ) پهچندو هو. اهو سفر 400 ميلن جو آهي.

سنڌو وڪر جو ڏيساورن جي قديم پڙن ۽ دڙن خاص طرح سان عراق جي دجله ۽ فرات وارين وادين مان لهڻ بابت ايڇ. ٽي. لئمبرڪ لکيو آهي ته "اُن کان سواءِ ٻين مصنوعات سان گڏ سنڌو نموني جا ٿانوَ ۽ صندوقون، سوسہ، اُر ۽ ميسوپوٽيميا جي ڪن هنڌن تان مليا آهن، جن مان ٻنهي علائقن جي وچ ۾ واپار جي ثابتي ملي ٿي، ميسوپوٽيميا جي ديالہ نديءَ واري واديءَ جي ميداني علائقن ۾ قائم قديم آبادين جي آثارن سان، چنساليءَ واريون مهراڻ، ٿوهي واري ڊڳي جي ڪونَر اڳيان بيٺل شبيهون مليون آهن، جيڪي سنڌو تهذيب سان تعلق رکن ٿيون."

ان سنڌو جڙيل مصنوعات کان سواءِ ميسوپوٽيميائي ماڳ 'اُر' (2398- 2474 ق. م) مان سنڌو لکت واريون 10 مهرون ملڻ ثابت ڪري ٿو ته منجهن واپاري ناتا هئا. ان کان سواءِ موهن جي دڙي ۽ هڙپا سان ميسوپوٽيميا وارن جي تجارت پڻ ثابت ٿئي ٿي. سمير جي بادشاهه سارگان/ سارغون-II جي وقت ۾ ميلوها ۽ دلمون جي ٻيڙن ذريعي واپار جو ذڪر پڻ تاريخن ۾ ملي ٿو جيڪي هئي ماڳ سنڌو ماتريءَ جا سمجهيا ويا آهن. اُر حضرت ابراهيم عليہ السلام جي جنم جو ماڳ پڻ آهي.

سنڌ جي وڻج واپار بابت ايٽڪن پنهنجي گزيٽيئر ۾ لکيو آهي ته، "سنڌ نه رڳو ڪپڙو، پر خوشبوءِ وارو وکر به ڏيساورن ڏانهن اماڻيندي هئي." انگريز دور تائين سنڌ سان وڻج واپار جو اهو سلسلو جاري رهيو. "ايسٽ انڊيا ڪمپني سنڌ جي شهرن، ٺٽي، نصرپور، ڪنڊياري ۽ گنبٽ جو ريشمي، سوٽي ڪپڙو، سوسيون خريد ڪندي هئي." ان کان سواءِ ايٽڪن موجب "سنڌ جي شهر سيوهڻ جو نير سڀ کان بهترين هو. ان ڪانپوءِ آگره ۽ گجرات جو نير ٻئي نمبر هو."

تاريخدان رحيمداد خان مولائي شيدائي، پنهنجي قلمي ڪتاب 'روضة السنڌ' ۾ لکي ٿو ته، "عراق جي دجله ۽ فرات واري دوآبي کي 'ڪلديه' سڏيو ويندو هو 2034 ق. م ۾ هن راڄڌانيءَ جو عروج هو. سنڌ جون آڳاٽيون ململون ۽ خوشبودار مصالحا هتي وڪامندا هئا." سنڌين جي اها قديم تجارت لازمي طرح سان 'اُر' واري شهر مان ٿيندي هئي، جيڪا ڏکڻ عراق ۾ قديم سنڌين جي واپاري مرڪز واري ڪالوني هئي. ان جو مطلب ته سنڌين نه رڳو سنڌوندي ۽ ڀارتو ندين، پر پرڏيهه وارين ندين ۾ به واپاري ٻيڙا هاڪاريا هئا.

نہ رڳو سنڌي واپاري، پر ٻيا واپاري بہ سنڌ جو وکر وڪڻندا هئا. باب پيدائش ۾ لکيل آهي تہ، "جن سوداگرن حضرت يوسف عليہ السلام کي مصر ۾ وڪيو، سي سنڌ جي خوشبودار مصالحن ۽ باريڪ ململن جا واپاري هئا."

قديم زماني کان وٺي سنڌ جي وڻج واپار تي غلبو ڪرڻ لاءِ سنڌونديءَ تي ڪوجنا ۽ قبضو ڪرڻ ضروري هو ان ڪري ڇهين صدي ق. م ۾ ايران جي شهنشاهہ دارا (اول) جي حڪم سان اسڪائيليڪس سنڌوءَ تي ڪوجنا ڪرڻ واسطي ٻيڙن وسيلي سفر ڪيو. ان کان ٻہ صديون پوءِ سڪندراعظم (329-325 ق.م) هن درياهہ تي وڏن بحري جهازن ذريعي سفر ڪيو، جنهن بابت سندس بحري ڪمانڊر اسڪائيليڪس تمام واضح بيان قلمبند ڪيو آهي تہ، سڪندر فوج سان گڏ بياس کان موٽي جهلم درياهہ وٽ سندس بحري فوج جي سربراهہ نيارڪس (Nearchus) جي ماتحت، ٻيڙين جي آڙ ماڙ سان اچي مليو. هن اتي قربانيءَ جي رسم ادا ڪئي ۽ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي اڳيل وٽ بيهي سوني ڪٽوري مان شراب هيٺ هاريائين، اهو سونُ انهيءَ لاءِ ٽي ڪيائين، تہ جيئن سندس درياهي سفر امن امان سان گذري. ان ڪانپوءِ يونانين جون ٻہ هزار جنگي ٻيڙيون فوجي طرز ۾ قطار ڪري جهلم نديءَ مان هلڻ لڳيون تہ جيئن پاڻ ۾ نہ ٽڪرائجن. هتان جي ماڻهن ڪڏهن ٻيڙين تي گهوڙا ڪونہ ڏٺا هئا، نہ وري ڪڏهن ٻيڙين جي ايڏي ڊگهي قطار ڏٺي هئي. جڏهن هنن هن قسم جي ٻيڙين کي درياهہ مان گذرندي ڏٺو تہ عجب ۾ پئجي ويا ۽ ٻيڙين سان گڏ درياهہ جي ڪناري سان ميلن تائين هلندا رهيا. ان وقت سڪندراعظم ٻيڙيءَ مان لهي پر وارن علائقن ۽ شهرن تي وڃي حملا ڪندو هو. انهن حملن ۾ هڪ دفعو هُو زخمي بہ ٿي پيو. سندس صحتياب ٿيڻ تائين، نيارڪس (Nearchus) ننڍيون وڏيون ٻيڙيون ٺهرائي پنجند ۽ سنڌوءَ جي سنگم واري ٽاڪ وٽ اچي گڏ ڪرايون هيون. جيڪڏهن سڪندراعظم رستي ۾ جنگيون نہ ڪري ها يا ڪيس نون شهرن اڏڻ جو جنون نہ هجي ها تہ اهو سفر ايترو وقت نہ وٺي ها.

چوٿين صدي ق. م ۾ چندرگپت موريا، جنهن کي مسترٽڻائن ٻي، موهن جي دڙي ۽ هڙپائي حڪمرانن جو پونير قرار ڏنو آهي ۽ 'تاريخ راجستان' ۾ ڪرنل ٽاڊ، سومرن کي چندرگپت موريا جو پونير قرار ڏنو آهي، تنهن جو تعلق ڏيساورن سان سامونڊي واپار وسيلي دنيا سان قائم هو سنڌ جا گهٽا گاديءَ وارا مکيہ شهر خاص طرح سان راءِ دور سمن ۽ سومرن جي دور وارا سامونڊي ڪناري واري پٽيءَ تي قائم ٿيڻ جو سبب سنڌ جو پرڏيهي ملڪن سان وڻج واپار ئي آهي.

160 ق. ۾ سنڌو سلطنت جي يوناني بادشاهن مان مئيننڊراعظم شهزادي اڳاٿو ڪليا پرڄڻ ڪانپوءِ قديم سنڌ جو مالڪ بڻيو هن جا سونا سڪا، جن تي ڦيٿو يا ڪنول جو گل ڇپرايو هو سي عالمي تجارت ۾ ڪتب آيا. سنڌ جي سوداگرن اهي سڪا انگلنڊ تائين بہ پهچايا، جيڪي ويجهڙائيءَ واري دور ۾ ويلس جي ڪنارن تان لڌا آهن.

ڪتاب 'The Cambridge History of India' جي جلد-I جي باب XVI ۾ لکيل آهي تہ، "سنڌ جو نفيس ۽ باريڪ سوٽي ڪپڙو چين، بابل ۽ مصر ڏانهن ويندو هو مهراڻ جي ميداني پٽن تي قديم ايامن کان پوکون ٿينديون هيون. يوناني جهازران هيروڊوٽس (Herodotus) ڄاڻايو آهي تہ "سنڌين کي 'ڪرپاسا' (ڪپهہ) مان ڪپڙي اُٺڻ جي سُڌ هئي."

ڪتاب 'عجائب الهند' ۾ بزرگ بن شهريار لکي ٿو تہ، "اهو باريڪ ۽ نفيس ڪپڙو جتادار هو ان ڪري اوپر ۽ اولهہ وارن ملڪن ۾ ان جو وڏو ڪاپو هو" هو وڌيڪ لکي ٿو تہ، "جيئن اڄ ڪلهہ دمشق جو سوٽي ڪپڙو يورپ ۾ 'دمسڪ' سڏجي ٿو تيئن آڳاٽي وقت ۾ سنڌ جو سوٽي ڪپڙو پرڏيهي ملڪن ۾ 'سنڌوءَ' جي نالي سان مشهور هو."

هُو اهو بہ ڄاڻائي ٿو، "چين جو ريشم پامير واري رستي واپاري قافلن ذريعي ڪشمير پهچندو هو، جتان سنڌونديءَ جي رستي سنڌ جي شهرن ۽ هتي جي بندرن وسيلي اولهہ وارن ملڪن ڏانهن اماڻيو ويندو هو."

ڊاڪٽر نيلنياڪشا دت پنهنجي ڪتاب 'Age of Imperial Unity' ۾ لکيو آهي تہ ڪنشڪ اعظم 78ع ۾ تخت نشين ٿيو. سندس سلطنت الهندي ڏي خراسان، ايرندي ۾ اوڙيسا ۽ اتر ۾ خوتان (ڪاشغر) ۽ ڏکڻ ڏي ڪونڪن ۽ عربي سمنڊ جي ڪناري تائين پکڙيل هئي. سندس دور ۾ سنڌ جو پرڏيهي واپار وڏي ڪري روم تائين پهتو.

ان مان صاف ظاهر آهي تہ ڪو وقت چيني وکر ۽ مصنوعات جو واپار بہ سنڌونديءَ جي رستي هلندو رهيو. سنڌ جو وڏي انداز ۾ واپار ۽ ڪمائيءَ جو انداز پليني جي هن بيان مان ظاهر آهي تہ، "سن 79ع ۾ رومتہ الڪبريٰ ڏانهن ويندڙ سنڌ جي مال جي قيمت 2,000,000 پائونڊ ساليانو هئي."

ان ڏس ۾ ايليٽ، ڪتاب 'Hitory of India', Volume 5, (Sindh) ۾ بہ لکيو آهي تہ، "عربن جي دور ۾ ايراني نار تي بصري جهڙي بندر جو بنياد پوڻ کان پوءِ عربن جا جهاز سنڌ و چين ڏانهن وڃڻ لڳا". ان ڏس ۾ ابن خردازبہ (وفات: 912ع) ڏاري سنڌ جي سوٽي ۽ بخمل ڪپڙي جو ذڪر ڪيو آهي تہ "سنڌي بخمل، زربفت، اطلس ۽ زردوزي وارين شين کان واقف هئا. اهي عربن کان سواءِ يهودي واپارين جون سپ ٻوليون ڄاڻندا هئا." هو وڌيڪ لکي ٿو تہ، "اهي واپاري سنڌ جي بندرن تان ڪپڙو خريد ڪري يورپ ڏانهن نيڪال ڪندا هئا." هو وڌيڪ لکي ٿو تہ، "لاڙ مان بيد ۽ بانس سان پريل ٻيڙيون چئن ڏينهن ۾ سکر پهچن ٿيون ۽ هتان ڪٽڪ خريد ڪن ٿيون."

سنڌ جي اها معاشي هلچل ۽ واپاري سلسلو تمام آڳاٽو رهيو آهي. سنڌ جو وڻج واپار قديم زماني کان اولهہ ۽ اوپر وارن ملڪن سان قائم رهيو. هنن جا واپاري مرڪز سنڌ کان سواءِ ٻاهرين ملڪن سان بہ رهيو. اؤميل لکي ٿي تہ، "سميري تهذيب وارا پنهنجي واهپي جو سامان سنڌ کان گهرائيندا هئا، پر سميريا مان سنڌ ڏانهن ڪجهہ بہ نہ ويندو هو.

سنڌ کي مختلف نمونن جي سامان جوڙڻ جي هڪ وڏي تاريخ موجود آهي. ائين اهو ان جو ڪلاسيڪي بيلڪي انتظام ٿي هو جو سنڌي پنهنجو سامان هڪ سرچشمي (Parent) جي حيثيت ۾ پنهنجي ڪالوني، سمير ڏانهن اماڻيندا هئا، جيئن انگلنڊ پنهنجو تيار ٿيل مال پنهنجي ڪالونيءَ، آمريڪا ڏانهن اماڻيندو هو.“

قديم سنڌو لوڪن جي صدين تائين سمنڊ ۽ سنڌو درياهه وسيلي واپاري اچ وڃ هلندي رهي آهي، ڇو تہ ان وقت اچڻ وڃڻ وارا زميني رستا ايترا سٺا نہ هوندا هئا. لاڏو جانورن جو پاڙو، سار سنڀال ۽ خرچ تمام گهڻو ۽ اوکو هوندو هو. تنهنڪري اتر کان ڏکڻ تجارتي سامان جي آمدرفت لاءِ درياهي وهڪرا ڪم ايندا هئا ۽ ٻيڙين وسيلي لهوارو سفر ڏاڍو سولو هوندو هو، پر اوڀاري سفر ۾ ٻيڙين کي رسن سان ڪاهڻو پوندو هو. ان جي پيٽ ۾ سامونڊي واپار ۽ اچ وڃ سڙهہ وارن ٻيڙن وسيلي هوائن جي آڌار تي ٿيندي هئي. بقول لطيف سائينءَ جي:

اُتر لڳي اوهريا، واهندي ورن

ليفٽيننٽ ووڊ، سنڌونديءَ جي اهڙي سفر جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ، ”جيڪڏهن سنڌو ماٿريءَ ۾ اقتدار لاءِ ويڙهہ هلندي هئي يا ٻاهريون حڪمران هن ماٿريءَ ۾ ڪاهي ايندو هو تہ ٻيڙين جي اهڙي اچ وڃ بيهي ويندي هئي، جيئن محمود غزنويءَ جڏهن سنڌوءَ وسيلي هاڪاريو هو تہ هتان جي ٻيڙين تي اچ وڃ بند ٿي وئي هئي يا جڏهن منگول گهوڙي سوار هن ماٿريءَ ۾ ڪاهي ايندا هئا تہ درياهہ ۾ ٻيڙيون نظر نہ اينديون هيون، ڇاڪاڻ تہ سست رفتار يا جڏين ٻيڙين کي اهي سفر يا تجارتي مال لاءِ ڪم نہ آڻيندا هئا.“

چوڏهين صديءَ ۾ ابن بطوطہ هڪ سونهين سان گڏ سنڌوءَ وسيلي سفر ڪيو هو، جيڪو انهيءَ زماني ۾ سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو هو. هنن سان گڏ ماڻهو، پندرهن جهازن تي سوار هئا. وچ واري وڏي ٻيڙيءَ کي چاليهہ وانجهي (ملاح) هلائي رهيا هئا. مٿس هڪ ڪاٺ جي ڪوٺي پڻ ٺهيل هئي. سندس رهائش وارو ڪمرو ان جي سامهون هو، جنهن جي ساڄي ۽ کاٻي طرف سندس غلامن جون رهائش گاهون هيون. هن جي جهاز جي پاسي سان چار ٻيڙا هوندا هئا، جن ۾ گورنر جي نوبت، عَلم، لاڳاپيل عملو، نقيب ۽ ڳائڻا وغيره موجود هوندا هئا. انهيءَ دوران سيئي جهاز اهڙيءَ ريت پاڻ ۾ ڳنڍيا ويندا هئا، جو اچ وڃ لاءِ راهداريون ٺهي پونديون هيون ۽ صبح جي وقت نغارن جي آواز سان جهاز هاڪارڻ شروع ڪندا هئا.

محمود غزنويءَ جو سومنات جو مندر لُٽڻ کانپوءِ ملتان ڏانهن ويندي منصوره کان وٺي منڻ ڪوٽ تائين سنڌ جي جتن ٻيڙن تي چڙهي، سندس وڏي مزاحمت ڪئي. ان جو بدلو هن ملتان کان واپس ورندي سنڌ جي جتن ۽ ملاحن کان، سال 418هہ/ 1027ع ۾ 1400 ٻيڙا ملتان پاسي کان هاڪاري اچي ورتو هو. سنڌ جي هر ٻيڙي تي 20، 20 ويڙهاڪ ٻرڇين ۽ تيرن سان تيار وٺا هئا. سنڌوءَ ڪناري سان پيادل فوج الڳ هئي. جتن ۽ ملاحن شڪست کاڌي، محمود غزنوي هنن جا ٻار بہ ڪٺي ويو.

هڪ عالم محمد عبدالغفور پنهنجي ڪتاب ’ٺٽي جا ڪاتب‘ ۾ سما حڪومتي دور جي اوڀر يورپ سان واپار جو ذڪر ڪندي لکيو آهي، ”ٺٽي جي هنرمندن جي جڙيل نرم ڪپڙي جي رنگارنگي پٽ سان پريل گهوڙن جي ’سنج‘ ۽ ’ڪئليڪو‘ نالي نفيس ڪپڙي جي سڄي ايشيا ۽ پرتگال ۾ تمام گهڻي گهرج هئي.“

سنڌ جا سما حاڪم پنهنجا ذاتي درياهي ٻيڙا رکندڙ ۽ درياهي رستن جي ڄاڻ رکندڙ هئا. ڄام ٻانڀڻيو سلطان فيروز شاهہ تغلق جي قيد مان فرار ٿي، مختلف درياهي رستن وسيلي واپس ٺٽي پهتو هو.

سنڌونديءَ جي ڊيلٽا واري ماڳ کي تاريخ ۾ ٻہ ڀيرا جنگي حوالي سان استعمال ڪيو ويو. هڪ ڀيرو سڪندراعظم مقدونيءَ (323-326 ق. م) جي سنڌ مان نڪرڻ مهل سندس بحري سپهہ سالار نيارڪس فوجي ٻيڙا سنڌوءَ جي هڪ ڪيٽيائي ڇاڙهہ وسيلي ڪڍي ايران ۽ عراق ڏانهن وڌيو.

ٻيو ڀيرو سال 1556ع ۾ مرزا عيسيٰ ترخان ۽ محمود ڪوڪلتاش جي اختلافن سبب، ترخانن پاران ست سؤ پورچوگيزي 21 ٻيڙن وسيلي لاهري بندر کان ٺٽي پهتا. بندر جي امير کين روڪيو تہ هنن لاهري بندر جو قلعو تباهہ ڪري ڇڏيو. مرزا عيسيٰ ترخان ۽ محمود ڪوڪلتاش ۾ ٺاهہ ٿيڻ سبب پورچوگيزين پَنگ گهري ۽ پَنگ نہ ملڻ تي ٺٽي شهر تي حملو ڪري ايشيا جي وڏي ڦر ۾ 20 لکن پائونڊن جو سون ۽ ٻي ملڪيت ڦرڻ سان گڏ اٺ هزار شهرين کي قتل ڪيائون.

’تاريخ سکر‘ ۾ لکيل آهي تہ، ”..... هندستان، ڪشمير ۽ پنجاب جو مال مهراڻ وسيلي سنڌ جي لاهري بندر ڏانهن ويندو هو. لاهور ۽ لاهري بندر يا ٺٽي جي وچ ۾ سکر مشهور بندر هئا، جتي سامونڊي غوراب لنگر انداز ٿيندا هئا. جوزف سارئميڪي سال 1609ع ۾ سکر بندر تي ڪنيات (ڏکڻ گجرات) جا مال سان ڀريل غوراب ڏٺا هئا ...“

اهڙيءَ ريت سيبسٽئن مئنرڪ، جيڪو سڪندر جي فوجين کانپوءِ پهريون يورپي هو، جنهن سترهين صدي عيسويءَ ۾ ٻيڙين ذريعي سنڌوءَ جو سفر ڪيو. هن ملتان جي هڪ واپاريءَ سان گڏجي Ouisti or Patala بتيلي ٻيڙيءَ ۾ سفر ڪيو. سنڌوءَ ۾ اڄ بہ اهڙيون ٻيڙيون جام آهن، جيڪي پنجٽيهہ فوٽ ڊگهيون ٿينديون آهن. جنهن زماني ۾ مئنرڪ سنڌوءَ مان سفر ڪري رهيو هو، تنهن زماني ۾ هندستان ۾ پورچوگيزن جي اثر رسوخ جي پڇاڙي هئي. ڪين انگريزن هندستان کان اڳتي ڪيترين ساموندي جنگين ۾ شڪستون ڏنيون هيون، ان ريت انگريز دهليءَ جي مغل دربار ۾ پورچوگيزن کان وڌيڪ اثر رسوخ حاصل ڪري چڪا هئا.

ارڙهين صديءَ ۾ لاڪيٽي شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ، هالڪنڊيءَ (پراڻا هالا) کان هڪ سنڌوءَ ٻيڙي وسيلي شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي مزار جوڙائڻ لاءِ ملتان مان ڪاشيءَ جون سِرون وٺڻ لاءِ اوڀارو سفر ڪيو هو.

ارڙهين صديءَ ۾ جڏهن مغل سلطنت جو زوال شروع ٿيو ته اهي انگريز اوڀر ۽ ڏکڻ هندستان ۾ قائم ڪيل پنهنجي پهرين قيام گاهه مان ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. ان صديءَ جي آخر ڌاري هنن پنهنجيون لالچي اکيون اڃي سنڌوءَ ۾ وڌيون هيون. ڪيترن انگريزن سنڌوءَ جي چوڙ واري علائقي ۾ پهچي ڪوجنا ڪئي هئي، پر ان ڪان اڳتي هنن کي درياهه بابت ڪا به ڄاڻ ڪا نه هئي.

سال 1830ع ۾ بمبئيءَ جي گورنر جي لکڻ موجب: "سنڌوءَ وسيلي آمدرفت هر نقطئه نگاهه کان اهم آهي. هن موضوع تي اسان وٽ ويساهه جوڳي ڪا ڄاڻ ڪا نه آهي، البت ٺٽي کان حيدرآباد تائين ستر ميل جي اعتماد جوڳي معلومات حاصل آهي. جيتري قدر حيدرآباد کان مٿي سنڌوءَ جي وهڪري جو تعلق آهي ته پڪ سان چئي سگهجي ٿو ته اهو ايترو جهازرانيءَ جي لائق آهي، جيترو اڄ کان ٻه هزار سال اڳ هو."

سال 1831ع ۾ جڏهن انگلنڊ جي بادشاهه وليئم، اليگزينڊر برنس کي گهوڙا حوالي ڪري سنڌو درياهه جي رستي روانو ڪيو هو، جيڪي رنجيت سنگهه ڏانهن سوکڙيءَ طور روانا ڪيا هئا ته هن پاڻ سان هڪ فوجي عملدار به کنيو هو، جو ته ڪيس سنڌوءَ جي اونهائي، طرف ۽ ويڪر معلوم ڪرڻي هئي. ان سان گڏ اها به جاچ ڪرڻي هئي ته جهازرانيءَ جي سهولت واسطي سنڌوءَ جي ڪنڌين سان ٻارڻ ملڻ جو امڪان آهي يا نه ۽ سنڌوءَ جي ڪناري وارن ملڪن جي حڪمرانن جي سياسي حالت ڪهڙي آهي. هن کي حيدرآباد کان مٿي سفر ڪرڻ لاءِ جهمٽي ٻيڙي ڏني وئي هئي. هن سڄي سفر ۾ برنس پنج مهينا لاتا هئا.

هڪ انگريز عملدار وُڊ سنڌوءَ جي هڪ طرح سان انگريزن پاران جاسوسي ڪرڻ واري تحقيقي سفر بابت لکيو آهي ته، "سال 1836ع ۾ برنس سان گڏ سفر ڪرڻ کان اڳ بمبئيءَ جي هڪ ايراني واپاريءَ هڪ آگبوٽ خريد ڪيو هو، جنهن کي درياهه ۾ هلائڻ لاءِ سوچي رهيو هو. ان جي انجڻ ڏهه هارس پاور جي هئي." انهيءَ عملدار ووڊ اها پڻ تحقيق ڪئي ته، "سنڌوءَ ۾ آگبوٽ هلي سگهندي يا نه." هو جاچ ڪانپوءِ ان نتيجي تي پهتو ته، "اهڙي قسم جي آمدرفت لاءِ اهڙيون ڏکيايون درپيش آهن، جن جو ازالو ڪرڻ انسان جي وس کان ٻاهر آهي. سندس خيال هو ته جيڪو جهاز سنڌوءَ جي پاڻيءَ ۾ آمدرفت لاءِ ڪم آندو وڃي سو تانگهي پاڻيءَ ۾ به هاڪاري هلي سگهڻ جهڙو هجي، جنهن دور ۾ ووڊ، سنڌوءَ کي آبي رستي طور ڪتب آڻڻ جي امڪان تي سوچي ويچاري رهيو هو تنهن زماني ۾ برنس وري هن درياهه جي تجارتي ڪارج بابت ويچاري رهيو هو.

ٽالپرن جي دور (1843-1781ع) ۾ سنڌونديءَ کي واپار جي ذريعي طور وڏي انداز ۾ ڪتب آندو ويو. لاڙ کان ٻه هزار واپاري ٻيڙا بکر پهچندا هئا. ان ريت پنجند واري ماڳ مٺڻ ڪوٽ کان بکر ۽ لاڙ تائين سنڌوءَ وسيلي واپار هلندو هو.

سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن سنڌونديءَ وسيلي بهاولپور جي نوابن ۽ ڪلهوڙن جي سؤٽن دائودپوٽن کي شڪست ڏيڻ لاءِ لشڪر موڪلڻ لاءِ ڪتب آندو، واپسيءَ ۾ سبزل ڪوٽ تي قبضو ڪرڻ ڪانپوءِ واپس لشڪر ڪشمور کان ٻيهر ٻيڙين وسيلي ٽنڊي حاجي مير خان پهتو هو.

مٿين تاريخي پسمنظر ٻڌائي ٿو ته، سنڌو درياهه ۾ پلين ۽ بئراج اڏجڻ کان اڳ وڏا وڏا مال بردار ٻيڙا هلي سگهندا هئا، جن تي 80 خرار وزن به کڻي سگهبو هو، پر موجوده دور ۾ بئراجن ۽ ڊيم جُڙڻ جي ڪري ان جو وهڪرو چوٿين حصي کان به گهٽجي ويو آهي. سنڌو درياهه ماضيءَ ۾ هڪ عظيم درياهه جي شڪل پنج نديءَ کان هيٺ اختيار ڪندو هو، جڏهن ته سندس پرتي ڪنڌڙ ندين يعني سوات، گلگت، ڪابل، جهلم، چناب، راوي، ستلج ۽ بياس يا ٻيون انيڪ برساتي نئيون منجهس پنهنجو سارو پاڻي شامل ڪنديون هيون، پر هاڻي سنڌونديءَ جي پارتو ندين تي بند اڃڻ جي ڪري يا انيڪ نئن ۽ نالن جي وهڪرن جي ڪن فطري سببن جي بند ٿي وڃڻ جي ڪري، گهٽڻ ئي بارفائن (Glaciers) جو پاڻي گهٽجي ويو آهي. اڄ کان ڏهه هزار ورهيه اڳ سنڌونديءَ جي تاس ۾ جيترا بارفا ايندا هئا، اڄ ان جو ٽيون حصو رهڳو 3500 بارفا اچن ٿا، جڏهن ته گنگانديءَ کي پاڳي ۾ مس 1495 بارفا اچن ٿا. ويجهڙائيءَ واري دور ۾ انيڪ سببن جي ڪري سنڌوءَ ۾ پاڻيءَ جي اوتري آوت ناهي رهي، جيتري آڳاٽي زمانيءَ ۾ هوندي هئي.

ان جو مکيه ڪارڻ ڪابل نديءَ تي وارسڪ ڊيم، جهلم نديءَ تي منگلا ڊيم ۽ انڊس تي تربيلا ڊيم ۽ ٻين پارتو ندين تي ڪشميرءَ اوپر



پنجاب (پارت) ۾ انيڪ ٻيا بئراج ٺهڻ سبب سنڌوءَ ۾ پاڻيءَ جو پهريون وارو اوج نه رهيو، جنهنڪري موجوده وهڪري ۾ پراڻي دؤر واري ڪاٺ مان ٺهيل ننڍڙيون تراڪڙيون سنڌو ٻيڙيون ئي هلي سگهن ٿيون. ڪن ماهرن جو خيال آهي ته، "سنڌوءَ جي چوڙ واري علائقي کان وٺي سکر بئراج تائين سنڌوءَ کي درياهي اڄ وڃ لاءِ ٻيهر ڪتب آڻي سگهجي ٿو. اهڙا جهاز غلام محمد بئراج (ڪوٽڙي) وٽان سولائيءَ سان مٿي چڙهي سگهندا". پر سکر بئراج ۾ ته پلي ۽ ٻئي قسم جي مڇيءَ جي مٿي چڙهڻ واسطي به ڪو هڪ گس ڪونه ڇڏيو ويو آهي.

ان ڏس ۾ اليگزينڊر برنس، سنڌو درياهه جي ڪيٽيائي ماڳن جي سيني چاڙن جا منهن پنج پيرا اوپر کان اولهه 'ڪوري' کان 'گڏري' تائين چڪاسي ڏنا. برنس پنهنجي مضمون ۾ هيٺين جي قسمن لاءِ لکيو ته "ڍنڍي، جيڪا هڪ سئو ڪرار (50 ٽن) بار کڻندي هئي، گهٽ ۾ گهٽ 20 فوٽ ويڪري ۽ 100 فوٽ ڊگهي هوندي هئي. اها 6 فوٽ اونچي پاڻيءَ مان لنگهي سگهندي هئي.

سنڌوءَ جي ڪيٽيائي ماڳ وارين چاڙن مان وڏا جهاز آرام سان لنگهي سگهن ٿا، پر اهي چاڙون دائم ۽ قائم نه ٿيون رهن. سنڌوءَ جي لٽ جي ڪري ڪجهه عرصي ۾ لٽجي وڃن ٿيون يا ڌرتيءَ ڌوڏ جي ڪري جهازرانيءَ جوڳيون نه ٿيون رهن. ان ڪري هڪ کان وڌيڪ چاڙن جا پيٽ گهرا رکڻ ۽ هٿڻ گهرجن.

سنڌوءَ ڪي درياهي اچ وچ واري وسيلي طور ڪتب آڻڻ ۾ اڄ به ساڳيون مشڪلاتون آهن، جيڪي اوڻهين صديءَ ۾ موجود هيون، جنهن جو تفصيلي بيان 'ووڊ' پڻ هن ريت ڪري چڪو آهي ته، "سنڌوءَ جي چوڙ واري علائقي وٽان اوپاري آمدرفت وارو رستو صاف نه آهي. اهڙي ڪوجنا ۽ سنڌوءَ ڪي جهازرانيءَ جوڳو بنائڻ وارو ڪم درياهن جا ڏيهي ۽ پرڏيهي ماهرئي ڪري سگهن ٿا."

جهاز ڪي پاڻيءَ ۾ گهٽي رهڻ کان روڪڻ واسطي آبي پٽي يا انهن جهازن تي هوا تي هلندڙ 'هاور ڪرافٽ' (Hover Craft) انجڻ لڳائڻ سان جهاز سنڌوءَ ۾ آرام سان هلي سگهندا ۽ سنڌوءَ تي بيهر جهازراني ممڪن ٿي سگهندي.

## سنڌونديءَ جون ٻوڏون

سنڌونديءَ جيڪڏهن هتان جي رهواسين ڪي جيئدان ڏنو آهي ته ان پاڻ سان گڏ بيشمار مصيبتون ۽ خطرناڪ تباهيون به آنديون آهن. هن جي وهڪرن جي ڦيرڦار جي ڪري ڪيئي سلطنتون ۽ شهر اجڙيا ۽ ڪي نوان آباد ٿيا. انگريزن جي وقت تائين سنڌ جا ماڻهو ٻوڏ جي بچاءَ خاطر فقط پنهنجن شهرن ۽ ڳوٺن ڪي بند ڏيندا هئا يا دڙا ٺاهي انهن تي ڳوٺ اڏيندا هئا. جيئن سانوڻيءَ جي منڊ ۾ درياهه جي خطرناڪ چاڙهه کان بچي سگهن. درياهه ڪي باقاعدي بند انگريزن جي دور کان ٻڌا ويا.

**سنڌ ۾ بندن جي تاريخ:** درياهن تي بندن ۽ پشتن (dikes and levees) ٻڌڻ جو رواج سڀ کان اول سنڌو تهذيب جي شهرن مان موهن جي دڙي ۽ هڙپا ۾ ملي ٿو جنهن ڪي ماهرن ان تهذيب وارن جي ايجاد سڏيو آهي، جن جي ذريعي نه صرف سنڌو درياهه جي اُٿل ۽ ٻوڏن کان بچاءَ ڪيو ويندو هو پر آبپاشيءَ جي لاءِ پڻ مدد ورتي ويندي هئي. هاڻوڪي سنڌ جي آبپاشيءَ جي تاريخ بندن سان لاڳاپيل آهي. بندن کانسواءِ هن ملڪ جي ترقي ناممڪن هئي. 1869ع کان اڳ درياهه جي ڪنارن تي جيڪي به مختصر بند هئا، اهي زميندار ي بند هئا ۽ زميندار ئي انهن جي سارسنڀال لهندا هئا. تڏهوڪي سرڪار 1869ع ۾ پهريون سکر ڪئنال جي منهن وٽ بند ٺهرايو. ساڳئي وقت اترين سرحدي ضلعن (Upper Frontier Districts) يعني هاڻوڪي ڪنڌڪوٽ، ڪشمور، جيڪب آباد، شڪارپور ۽ قمبر شهدادڪوٽ ۾ ٻوڏ وڏي تباهي آندي هئي. 75-1874ع کان بيگاري جي منهن کان ڪشمور تائين (جيستائين پنجاب جي مٿانهين زمين اچي ٿي) 48 ميل بند ٺاهيو ويو. سکر بيگاري بند، جنهن جي وڏي تاريخي اهميت آهي، سو 1878ع ۾ ٺاهيو ويو ۽ ان دوران جيڪي به زميندار ي بند هئا، اهي سڀ حڪومت پنهنجي نگرانيءَ هيٺ وٺي ڇڏيا.

سکر بئراج جي ٺهڻ وقت يعني 32-1922ع تائين پنجاب جي سرحد کان وٺي سيوهڻ تائين بند جي لاڳيتي لائين موجود هئي، جيڪا اڳتي هلي سونڊا کان وٺي سمنڊ تائين هئي ۽ ان جا ڪيترائي لوپ (Loop) بند پڻ هئا. ان لائين جي ٽوٽل ڊيگهه 603 ميل هئي. سنڌونديءَ جي ڪاهي پاسي کان به مختلف جاين تي بند هئا. البت اهي لاڳيتا نه هئا ۽ انهن جي ڊيگهه 337 ميل هئي. *(حوالو: Completion Report of Sukkur Barrage)*

1910-1900ع تائين بندن جو ڪم ڏاڍو تيزيءَ سان هليو. روينيو جي رڪارڊ ۾ 1900-1899ع تائين ڏيکاريل آهي ته ان وقت بندن جي ڪُل ڊيگهه 726 ميل هئي. اُن ۾ زميندار ي بند به شامل هئا. رپورٽن ۾ ڄاڻايل آهي ته 09-1908ع ۽ 11-1910ع ۾ بندن جي ڊيگهه 832 ميل ۽ 855 ميل هئي. هن سالن ۾ تقريباً 23 ميل بند ٺهيو ۽ 1900- 1910ع تائين 129 ميل بند ٺهيو. باقي جيڪي بند رهيل هئا، اهي سکر بئراج ٺاهڻ سان گڏ 1932ع ۾ ٺاهيا ويا. ان کان سواءِ 1943-1932ع تائين وڏيون ٻوڏون آيون ۽ ڪافي جاين تي درياهه ڪاٽ ڪئي، جنهنڪري ٻيا بند ۽ لوپ بند به ٺاهيا ويا. ان کان سوءِ ايف. پي. بند (Flood Protective Bund)، جيڪو بلوچستان ۽ کيرٿر جبلن کان ايندڙ برساتي پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ ٺاهيو ويو. ان جي ڪل ڊيگهه منڇر جي بند سميت 176 ميل هئي ۽ ڪل بندن جي ڊيگهه 71-1070 ميل هئي. جيڪڏهن اسان کيرٿر جبل جي پاڻيءَ کان بچاءَ وارا بند الڳ ڪجن ته ان وقت جي جملي بندن جي ڊيگهه 895 ميل هئي. 1943ع دوران بندن جا جيڪي به رهيل ٽڪرا هئا، سي سڀ جا سڀ مڪمل ڪيا ويا.

**بندن جو هاڻوڪو نظام:** بندن جي موجوده لائين ساڄي پاسي ڪشمير کان شروع ٿي سکر تائين؛ سکر کان سيوهڻ تائين؛ سيوهڻ ۽ ڪوٽڙيءَ جي وچ ۾ به هڪ بند آهي، جيڪو سن شهر کان شروع ٿئي ٿو ۽ مانجهند شهر جي ٻاهر تائين آهي. ڪوٽڙيءَ کان پوءِ ڪجهه ٽڪرو، بعد ۾ جهرڪ شهر کان يعني ڪوٽڙيءَ کان 20 ميل هيٺ اتان کان وٺي الهه پرڪيي شاهه تائين. سواءِ ڪجهه ٽڪرن جي جتي ٽڪريون آهن. مثال طور: سونڊا ۽ هليا وٽ. اهڙيءَ طرح سان ساڄي پاسي شاخن جي سموري ڪمانڊ ۾ آيل ايراضيءَ ڪي درياهه جي ٻوڏ کان بچاءَ وارا بند ڏنل آهن. ڪاهي پاسي بند مهيسرو ريلوي اسٽيشن کان شروع ٿي روهڙيءَ تائين ۽ روهڙيءَ کان گڊوءَ تائين ۽ گنجي ٽڪر کان وٺي بادنا تائين ۽ اهڙيءَ طرح ٻي جيڪا به ايراضي آهي، ان کي امڪاني ٻوڏن کان بچايو ويو آهي.

**بندن جي ڪري سنڌونديءَ جي وهڪري تي پوندڙ اثر:** بندن کان اڳ ۾ سانوڻيءَ جي موسم ۾ پاڻي وڏي علائقي ۾ پکڙجي ويندو هو جنهنڪري هر سال اتي لٽ پوندو هو. هينئر اهو عمل فقط بندن جي وچ ۾ ٿئي ٿو. جنهن جي نتيجي ۾ درياهه جي تري (bed) جي سطح وڌندي وڃي ٿي ۽ بندن جي ٻاهران آباد ٿيل زمين جي سطح (level) تقريباً ساڳي آهي. ان جي ڪري ئي 1976ع واري ٻوڏ ڪانپوءِ بندن کي ڀيهر ڏاهيو ويو. تازو 2010ع واري ٻوڏ ڪانپوءِ، جنهن ۾ درياهه جي پاڻيءَ جي سطح (Flood level) 1976ع واري ٻوڏ جي سطح کان به مٿي هئي، جنهن جي نتيجي ۾ بندن کي ڀيهر فري بورڊ يعني ٻوڏ جي سطح (Level) کان اوچائيءَ ۾ وڌيڪ 6 فوٽ مٿي وڌي وئي. بندن کان اڳ ۾ رستي ۾ پاڻيءَ جو زيان ٿيندو هو، هاڻي اهو گهٽ ٿئي ٿو. نتيجي ۾ ڪوٽڙيءَ وٽ ٻوڏ جو پاڻي وڌيڪ پهچي ٿو.

**ٻوڏن جا سبب:** سنڌونديءَ ۽ سندس پارتو ندين ۾ چاڙهه جا بنيادي سبب هيٺيان آهن:

(1) ڪشمير کان مٿي گليشيئرن (Glaciers) يعني برفاني ڇپن جو ڳرڻ

(2) سمورين ندين جي جابلو سلسلي (Catchment area) ۾ لاڳيتن طوفاني ۽ تيز برساتون

(3) موسمي ڦيرگهير

(4) قدرتي ماحول ۾ ٽيڪنالاجيءَ جي ذريعي انساني مداخلت

مٿين سببن جي ڪري سنڌونديءَ ۾ اٽڪ وٽ چاڙهه ايندو آهي ۽ ڪابل ندي، سوات ندي ۽ ٻيون نديون اولهه طرف کان اٽڪ کان مٿي سنڌونديءَ ۾ پونديون آهن ۽ ڪوهه سليمان جو پاڻي به سنڌونديءَ ۾ پوندو آهي. اوڀر کان راوي، ستلج، بياس (سنڌ طاس معاهدي تحت انهن ندين جو پاڻي هندستان استعمال ڪري ٿو، پر چوماسي جي موسم ۾ جڏهن پاڻي وڌي وڃي ٿو ته هندستان اهو پاڻي ڇڏي ڏيندو آهي) ندين توڙي جهلم ۽ چناب ندين جو پاڻي مٺڻ ڪوٽ ويجهو اچي پنجند کان ٿيندو سنڌونديءَ ۾ داخل ٿئي ٿو. اهو سمورو پاڻي گڏجي گڏوءَ وٽ سنڌ ۾ داخل ٿئي ٿو. چوماسي واري مند جولاءِ کان شروع ٿي سيپٽمبر تائين هلندي آهي. انهيءَ وچ ۾ سنڌو نديءَ جو پاڻي ٻن لکن کان 14 لکن ڪيوسڪن تائين وڌي سگهي ٿو. جنهن جي ڪري سنڌ ۾ موجود بند هيٺ ڏنل سببن جي ڪري ٽُٽي سگهن ٿا:

(1) بند ۾ ٿيل ڪو سوراخ، خاص ڪري اهي سوراخ، جيڪي ڪوئا ڪوٽيندا آهن، جتان پاڻي ٻاهر وهي نڪرندو آهي. ان کان سواءِ سيڙهه يا گدڙ جي ڏر جي ڪري به پاڻي بندن کان ٻاهر نڪري سگهندو آهي. ان صورت ۾ جيڪڏهن ان پاڻيءَ کي نه روڪيو ويو ته بند ۾ گهارو (breach) پئجي سگهي ٿو.

(2) Blow out بندن جي هيٺيان ڪنهن به سبب جي ڪري ڏکهي ڏار اچڻ سبب ڪافي پري کان پاڻي، بند جي هيٺيان ٿيندو ٻاهر نڪرندو آهي ۽ ان جي سوراخ کي درياهه جي اندر ڳولڻ ڏکيو هوندو آهي. هن سبب جي ڪري بند جي هيٺيان موجود واري تمام تيزيءَ سان ٻاهر نڪرندي آهي ۽ ٿوري وقت اندر بند ٽُٽي پوندو آهي.

(3) بند ۾ موجود ريگيوليٽر (bund sulice) جيڪي لوپ بندن کي پاڻي ذريعي سيڪ ڏيڻ لاءِ ٺاهيا ويا هئا ۽ ڪٿي ڪٿي بند اندر موجود زمينن کي پاڻي ڏيڻ لاءِ ڪتب ايندا آهن. تن کي ڪنهن به طريقي سان نقصان پهچڻ سبب گهارو پئجي سگهي ٿو.

(4) غير قانوني پائيپ، اهي پائيپ جيڪي کاتي جي اجازت کانسواءِ لڳايا ويندا آهن، جن جي ڪري انهن جي بناوت مضبوط نه هوندي آهي ۽ نه ئي وري انهن کي وقت سر بند ڪيو ويندو آهي. پاڻي اچڻ جي صورت ۾ بند اتان ٽُٽي سگهي ٿو. انگريزن جي دور ۾ اها ڳالهه ناممڪن هئي، پر هينئر اهي لڳايا وڃن ٿا.

(5) بند جي مٿان پاڻيءَ جو ورڻ: هن صورتحال ۾ بند جي سطح ڪنهن به سبب جي ڪري گهٽ ٿئي ٿي. مثال طور ان جي صحيح طريقي سان مرمت نه ڪرڻ، عام ماڻهن جو اتان مٽي کڻڻ، بند کي پار ڪرڻ لاءِ ڏڳ ٺاهڻ ڪري به بند ٽٽي سگهي ٿو.

(6) درياهه ۾ پاڻي وڌڻ بعد لهرن جي ڪري بند جي ڪاٽ (Wave wash action) درياهه جي پاڻيءَ جي موڙ جي ڪري بند جي سخت ڪاٽ (Active erosion) جو هئڻ ۽ ان صورت ۾ بند ڪاٽجي وڃي ٿو ۽ گهارو پئجي سگهي ٿو.

(7) مينهوڳي يا تيز برسات جي ڪري به بند ۾ گهارا پئجي سگهن ٿا.

(8) گهڻو وقت پاڻي هلڻ جي ڪري بند جو ڪمزور ٿي وڃڻ ۽ ٽٽڻ، خاص ڪري سمنڊ جي ويجهو جڏهن سمنڊ درياهه جو پاڻي نه کڻندو آهي ۽ سم جي ڪري بند جي ڀرپاسي واري زمين ۾ وزن کڻڻ جي صلاحيت گهٽجي ويندي آهي، جنهنڪري پڻ بند پاڻيءَ جو دٻاءَ برداشت نه ڪري ٽٽي سگهي ٿو.

**سنڌ ۾ سڀ کان وڌيڪ امڪاني خطرناڪ ٻوڏ وارا بند:** هتي سنڌ ۾ انهن خطرناڪ هنڌن جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي، جتي زمين جي سطح ۽ پاڻيءَ جي سطح ۾ گهڻي فرق جي ڪري خطرناڪ گهارا پئجي سگهن ٿا. مثال طور: ٽوڙي بند وٽ زمين جي سطح R.L221.13/ پاڻيءَ جي سطح R.L236 جنهن جو اثر تمام شديد ۽ دير تائين هلندو آهي. اهي ڏکيا گهارا اتي به پئجي سگهن ٿا، جتي پراڻا قدرتي درياهي وهڪرا يا هيٺاهيون آهن، جن جي ڪري ٻوڏ جا وهڪرا تمام جلدي اونها ۽ ويڪرا رستا ٺاهي سگهن ٿا. سنڌ جي سطحي نقشي Contour Map No.2 جو مطالعو ڪبو ته سڌ پوندي ته هيٺيون جڳهيون اهڙن ڏکين گهارن جو سبب بڻجي سگهن ٿيون.

(1) ساڄي پاسي ڪشمور جي ويجهو هڪ گهري ڪاهي آهي، جيڪا اتر ۾ بگٽي ٽڪرين جي لاهيءَ وٽان ڦري جيڪب آباد وٽ اچي ٿي.

(2) سکر بيگاري بند تاڪي 22، محمدا باغ لوپ، جتي 1942ع واري ٻوڏ دوران بند ڀڳو هو. 1942ع ۾ سنڌو نديءَ جو ڪل وهڪرو ساڍا ڇهه لک ڪيوسڪ هو جتان ڏيڍ لک ڪيوسڪ ان گهاري مان گذريو هو.

(3) ڪشمور کان ڪاڇي پاسي ڏکڻ ۾ گھوٽڪيءَ طرف
(4) قاسم پور نبي شاهه بندر، روهڙيءَ کان اتر طرف
(5) لاڙڪاڻي ويجھو عاقل آگاڻي بند. 2010ع جي ٻوڏ جي سطح R.L178.08 زمين جي سطح R.L165.97.
(6) حيدرآباد کان سورهن ميل پري ڪاڇي طرف حاجي پور بند. 2010ع جي ٻوڏ جي سطح R.L67.10 ۽ زمين جي سطح R.L49.9.

سنڌوندي متانھين (Ridge) تي وهي ٿي ۽ نانگ وڪڙ (Meander) ڪندي هيٺ وڃي ٿي. تنھنڪري هر پيري اها ڪٿي نه ڪٿي ڪاڏ ڪري ٿي، جنھن لاءِ بروقت اپاءَ نه ورتا ويا ته ان جڳھ وٽان به بند ٽٽي سگھي ٿو. ان ڪري خطرناڪ هنڌ (Vulnerable Points) به تبديل ٿيندا رهن ٿا. ان ڪري آبڪلاڻي شروع ٿيڻ کان اڳ ۽ ان عرصي دوران آبپاشي کاتي کي انهن سڀني جڳهين لاءِ خاص اپاءَ وٺڻا پوندا آهن.

**درياهه جا وهڪرا:**

600000 ڪيوسڪ کان مٿي ڊسچارج وارا سال: 1932ع کان 2010ع
1932ع کان وٺي 2013ع تائين دريائي وهڪرن جو تفصيل هن ريت آهي:

| سال | سکروٽ متانھون/ هيٺانھون ڪيوسڪ وهڪرو | تاثرات |
|---|---|---|
| 1933ع | 672901/632203 | |
| 1942ع | 573569/533615 | تمام وڏي ٻوڏ. ان وقت 150000 سکر کان مٿي پيل گهاري مان گذري رهيو هو. |
| 1948ع | 760397/751228 | وڏي ٻوڏ |
| 1950ع | 775555/738000 | ڪو به نقصان نه ٿيو |
| 1955ع | 804760/765270 | سنڌ ۾ برساتون گهٽيون پيون پر درياءَ ۾ گهارو نه پيو |
| 1958ع | 1097624/1050329 | ڪا به ٻوڏ نه آئي. |
| 1959ع | 972122/928925 | ڪا به ٻوڏ ڪو نه آئي. |
| 1973ع | 1117246/1065712 | ڪافي علائقن ۾ بند ٽٽا ۽ ٻوڏ آئي. |
| 1975ع | 1051316/1024882 | بند ڪو نه ٽٽا، ٻوڏ ڪو نه آئي. |
| 1976ع | 1200574/1160984 | تمام گهٽيون برساتون ۽ وڏي ٻوڏ |
| 1978ع | 1116430/1092770 | بند ڪو نه ٽٽا- ٻوڏ ڪو نه آئي. |
| 1986ع | 1166574/1122874 | عاقل بند وٽ شديد ڪاڏ ٿي، پر ٻوڏ کان بچاءُ ٿيو |
| 1992ع | 1068072/1025937 | نصرت وٽ شديد ڪاڏ ٿي، پر بند کي بچايو ويو |
| 1995ع | 986003/939978 | توڙي بند ٽٽو ۽ ٻوڏ کي بي ايس فيڊر وٽ روڪيو. عاقل وٽ شديد ڪاڏ ٿي بند ٽٽڻ کان بچيو دادو ڪئنال جي ڪپر کي مضبوط ڪيو ويو |
| 1997ع | 801170/747690 | ٻوڏ کان بچاءُ |
| 2010ع | 1130220/1124720 | بندن، توڙي وٽ، ڪوٽ عالمون ۽ بي. بي بند ۾ ٽٽي وٽ گهارا پيا. سنڌ جو وڏو علائقو تاريخي ٻوڏ هيٺ آيو |

**1904ع کان آيل وڏيون ٻوڏون:**

**1904ع واري ٻوڏ:** هن سال ۾ 1896ع واري لوپ بند (هاٿوڪي توڙي بند) جي ڇهين ميل وٽان ٻن فرلانگن ۾ گهارو پيو. گهاري مان پاڻي 50000 ڪيوسڪ گذريو هو غوثپور کان وٺي جيڪب آباد تائين ۽ ان کان هيٺ وارو علائقو ٻڏو. پاڻي ٻن هفتن تائين هلندو رهيو. ان وقت فقط بيگاري ڪئنال درياهه کان هلندڙ هئي. ان ڪري پاڻي بيگاري جي اترئين پاسي تائين محدود رهيو ۽ گڙهي خيري تائين علائقو ٻوڏ هيٺ آيو ان کان سواءِ ساڳئي وقت ڪشمور بند 20 ميل ۽ 30.2 — 28.2 ٻن ميلن ۾ بند لڙهي ويو هو اهو پاڻي به توڙي بند واري پاڻيءَ سان ملي ويو هو ڪنڌڪوٽ کان وٺي گڙهي خيري تائين سمورو علائقو ٻڏو.

**1910ع:** ڪوڪا بند 9/6 ميل وٽ بند ڪاچي ويو ۽ شاهه بندر وارو علائقو ٻڏي ويو.

**1912ع:** هن سال به توڙي بند ٽٽو جنهن جو سبب ان جو به روڙيون هيون جيڪي درياهه ۾ هڪدم ڇئن فوٽن جي چاڙهه جي ڪري پيون هيون، اهو 4 فوٽ پاڻي ٻن ڏينهن ۾ وڌيو هو ان ٻوڏ جي ڪري ڪيترو علائقو ٻڏو اهو تحقيق طلب آهي.

**1916ع:** ڪوڪا بند 7/9 ميل وٽ ڪاڏ جي ڪري ٽٽو ۽ شاهه بندر جو تقريباً 40 ميلن جو علائقو سمنڊ تائين ٻڏي ويو.

**1921ع:** درياهه جي اوچتي چاڙهه جي ڪري توڙي بند ۾ روڙيون پيون ۽ گهارو پئجي ويو ۽ پاڻي ان سان ڏيڍ مهيني تائين هلندو رهيو ۽ ان وقت درياهه جو اولهه وارو قدرتي وهڪرو منڇر تائين ڳنڍيل هو. جنهن مان پاڻي گذري منڇر تائين پهتو

**1925ع:** درياهه ۾ پاڻيءَ جي اوچتي چاڙهه جي ڪري توڙي بند ۾ روڙيون پيون ۽ پاڻي ٻن مهينن تائين هلندو رهيو ۽ قدرتي رستو وٺي جيڪب آباد کان ٿيندو هيٺ ويو

**1926ع:** توڙي بند ٽٽو ۽ پاڻي ڏيڍ مهيني تائين هلندو رهيو.

**1927ع:** توڙي بند روڙين جي ڪري ٽٽو ۽ پاڻي ڏيڍ مهيني تائين وهندو رهيو

**1928ع:** توڙي بند ٽٽو ۽ پاڻي 13 ڏينهن تائين هلندو رهيو.

1929ع: هن سال سنڌ ۾ سانوڻيءَ جي مند ۾ 14 ڏينهن تيز برسات پئي، جنهنڪري اولهہ وارا علائقا کيرٿر ۽ بلوچستان جي پاڻيءَ جي ڪري ٻڏا. قبي سعيد ڪان وٺي جوهيءَ تائين سمورا علائقا، جيڪي جابلو پٽيءَ جي ويجهو هئا، ٻڏا. ان وقت ايف. پي. بند ڪو نہ هو جنهن ڪان اڳ ۾




الهندو نارو حمل ڍنڍ سان ڳنڍيل هوندو هو. بعد ۾ اهو هيٺ منڇر سان ڳنڍيل هوندو هو ۽ منڇر کي بہ بند ڪو نہ هوندو هو ۽ درياهہ سان ان جو رستو دانستر وٽ سيوهڻ ڪان مٿي ڳنڍيل هوندو هو.

هن وقت يان سيد آباد جي پرسان جيڪي ڦاٽ مختلف نالن سان جيئن ڪارو ڦاٽ وغيره آهن سي سڀ منڇر جو حصو هوندا هئا. پاڻي چڙهندو هو تہ منڇر الهندو نارو ۽ درياهہ هڪ هوندا هئا ۽ پاڻي لهندو هو تہ اهي ڦاٽ ۽ دانستر واهہ ظاهر ٿيندا هئا.

اوپر واري علائقي ۽ ناري ۾ زبردست چاڙهہ آيو ۽ ناري ۾ ڪيترين جاين تان گهارا پئجي ويا. نتيجي ۾ سانگهڙ ۽ ٿرپارڪر ضلعي جا ڪيترائي شهر ٻوڏ هيٺ اچي ويا ۽ پاڻي بدين کي ٻوڙيندو سمنڊ ۾ پهتو.

ٻوڏ جا بہ ٽي مکيہ رستا هوندا هئا. ڪشمور ڪان هيٺ هڪ لائين جيڪب آباد ڪان ٿيندي هاٿوڪي بيگارن وٽي ڳڙهي خيري ڪان ٿيندي، قبي جي پرسان ڍوري شاخ سان ٿيندي، وارهہ جي مٿان حمل ڍنڍ سان ڳنڍبي هئي. حمل ڍنڍ کي ان وقت مزاراڻي ڍورو سڏبو هو چو تہ مزاراڻي نئن ۽ سيتا نئن جو پاڻي ان ڍوري کي پريندو هو ۽ اهو ڍورو الهندي ناري سان ڳنڍجي هيٺ منڇر سان ڳنڍيل هوندو هو جڏهن 1932ع ڪانپوءِ اتي بند ٻڌا ويا تہ اهي فطري وهڪرا بند ٿي ويا. ان سان ڳڏوڳڏ ماڻهن جي جان ۽ مال کي تحفظ مليو ڳوٺ ۽ شهر هڪ هنڌ وسڻ شروع ٿيا. ان ڪان اڳ هڪ هنڌ مستقل طور ويهڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو هو جو هر ڏهن پندرهن سالن ڪان پوءِ ڪا نہ ڪا وڏي ٻوڏ هر شيءِ کي ڊاهي ڇڏيندي هئي. ميروخان شهر جي پرسان ٺاري وڏي (Tharo Wadho Village) جي ڳوٺ پرسان جيڪي هينئر واريءَ جا دڙا آهن، 1942ع جي ٻوڏ جي ياد ڏيارين ٿا، جيڪي اڳ اتي ڪو نہ هئا.

هيٺ ڏنل نقشي ۾، سنڌ ۾ اولهہ اتر ڪان ايندڙ برساتي پاڻيءَ ڪان متاثر علائقي کي ڏيکاريل آهي.

1931ع: تعلقي ميرپور بٺوري جي ڳوٺ ڪوٽ عالموءَ جي پرسان مولچند شاهبندر بند 17 ميل وٽان لڙهي ويو. جنهن جي نتيجي ۾ سجاول ۽ جاتيءَ تائين سمورو علائقو ٻڏي ويو. اهو وهڪرو پيجاري واهہ جي ذريعي سمنڊ ۾ ڇوڙ ٿيو.

1935ع: مولچند شاهہ بندر بند، ايم. ايس بند 160 ميل وٽ ڪاٽي ويو ۽ تعلقي سجاول، جاتي ۽ بدين ڪان وٺي سمنڊ تائين سمورو علائقو ٻڏو.

1938ع: مولچند، شاهہ بندر ./16 وٽ بند ڪاٽي ويو. ٻوڏ آئي. پاڻي پيجاري وٽي هيٺ ويو. جاتيءَ تائين علائقو ٻڏو. پيجاري ان وقت ڦاٽ جي صورت ۾ وهندي هئي ان ڦاٽ تي بعد ۾ انگريزن جي دور ۾ ريگيوليٽر ٺاهيو ويو هو. اهو پراڻو ريگوليٽر هن وقت ايم. ايس 8 ميل- ميرپور بٺوري جي ٻني ڳوٺ جي ويجهو. مولچند، شاهبندر بند جي 8 ميل لڳ ڦٽل حالت ۾ موجود آهي.

دراصل ٻوڏن جي وهڪري جي نيڪال کي سمجهڻ لاءِ اهو تمام ضروري آهي تہ درياهہ جي پراڻن ڦاٽن ۽ وهڪرن کي نظر ۾ رکجي، ڇو تہ اهي ئي هيٺانهيون جڳهون هيون ۽ انهن جي سطح زمين جي ٻيءَ سطح ڪان گهٽ هئي، جنهنڪري درياهہ اتان وهندو هو ۽ بعد ۾ جيڪڏهن ڪا ٻوڏ ٿي تہ بہ اها اتان گذرندي هئي.

1942ع واري وڏي ٻوڏ: هن ٻوڏ بابت انيڪ ڳالهيون عام آهن. ٻڌايو ويو تہ شهدادڪوٽ شهر ۽ ڪوٽو موٽو چوڪ وٽ ٻيڙيون هلنديون هيون. ساڳئي وقت آگاڻي عاقل لوپ بند، جيڪو لاڙڪاڻي سان آهي، سو بہ




ٽٽو هو ۽ پاڻيءَ کي مهر وڏا بند سان جيڪو دادو ڪئنال جو نان انسپيڪشن وارو رستو (Non Inspection Side) وٽ روڪيو ويو هو. ان ٻوڏ جي ڪري ڳوٺ موريا فقير، آگاڻي ۽ ٻيا ڳوٺ ٻڏا، پر لاڙڪاڻو

شهر بچي ويو. هن وقت به عاقل آگاني بند وٽ ڪاڌ ٿيندي رهي ٿي ۽ شايد ئي ڪو سال هوندو، جو هن پاسي درياهه ڪاڌ نه ڪئي هوندي. ويجهڙائيءَ ۾ عاقل بند وٽ 1982ع، 1995ع، 2003ع، 2005ع ۽ 2010ع ۾ شديد ڪاڌ ٿي، اتي انيڪ پٿر جون انگريون (Spur) ٺاهيون ويون، پر ان سان گڏوگڏ اتي ڪافي لوپ بند به آهن، ليڪن سالن کان اهي بلڪل نظرانداز ٿيل آهن ۽ انهن جي مٿان وڏي تعداد ۾ قبضا ٿيل آهن ۽ غير قانوني پائپ انهن ۾ پيل آهن. جيڪڏهن خدانخواسته 1942ع وانگر عاقل بند ٽٽي پيو، جيڪا صورتحال ڪافي دفعا ٿي چڪي آهي ته پوءِ ڇا ٿيندو. 1995ع کان پوءِ انهن لوپ بندن جي مضبوطيءَ جو سوچيو ئي نه ويو آهي، جو ته 1995ع جي ڪاڌ وقت وري به دادو ڪئنال کي مضبوط ڪيو ويو هو. 1942ع ۾ درياهي وهڪرو سکر بئراج وٽ ڪل 573569/533615 لک ڪيوسڪ هو ۽ سکر بئراج کان مٿي درياهه جو وهڪرو 723659 ڪيوسڪ هو جڏهن ته ڏيڍ لک ڪيوسڪ پاڻي سکر کان مٿي سکر بيگاري بند ۾ پيل گهاري مان گذري رهيو هو، جيڪو ڳوٺ محمدا باغ لڳ هو.

سکر بئراج جا ڪئنال مڪمل کوليا ويا هئا، جنهنڪري اين ڊبليو ڪئنال کي رُڪ کان مٿي ڪافي گهارا پئجي ويا ۽ اهو پاڻي ٻوڏ واري پاڻيءَ سان ملي ويو. رائيس ڪئنال کي مدئجيءَ جي هيٺان گهارا پئجي ويا هئا. هڪ ٻوڏ جو پاڻي ۽ ٻيو ان ڪئنال جو پاڻي، جنهنڪري اهو پاڻي ٻوڏ جي پاڻيءَ سان گڏجي ويو هو ۽ پاڻي نئين ديري جي اولهه ۽ ڳڙهي خدابخش کان ٿيندو، رتيديري جي مٿان ٿيندو آيو. رتيديري کي بند ٻڌي بچايو ويو ۽ پاڻي ميرو خان ۽ شاهپور کان ٿيندو قمبر پهتو ۽ قمبر وٽ ان کي نور واهه وٽ روڪيو ويو ۽ ان اولهه طرف رخ ڏنو ويو. اهڙيءَ طرح ٻئي طرف پاڻي شڪارپور جي ٻاهران ٿيندو، شهدادڪوٽ تائين پهتو. اتان اهي ٻئي وهڪرا پاڻ ۾ گڏيل هئا. هن ٻوڏ جي ڪري پاڻي 220 ميلن کان مٿي مفاصلو اورانگهيندو محمدا باغ کان وٺي جيڪب آباد ۽ بعد ۾ شهدادڪوٽ قمبر کان ٿيندو ميهڙ، ڪي اين شاهه کان ٿيندو، پان سعيدآباد جي اولاهين پاسي تائين پهتو هو ۽ منڇر سان ملي ويو. تقريباً 3800 چورس ميلن جي علائقي ۾ تباهي پکڙي هئي، جن ۾ 10 کان مٿي وڏا شهر ۽ ڳوٺ شامل هئا. ان ٻوڏ جي ڪري رُڪ اسٽيشن به تباهه ٿي وئي، جيڪا اڳ جنڪشن هوندي هئي، بعد ۾ جڏهن اهو تباهه ٿيل ريلوي نظام ٺاهيو ويو ته جتان جتان ٻوڏ جو پاڻي گذريو هو اتي انگريزن وڏيون ٺلون ڏئي ڇڏيون. رڪ جي پرسان ۽ لکيءَ لڳ ريلوي بند ۾ ٺلون، همايون لڳ لوهه جي ٺهيل 32 دري پل، سيوهڻ کان ڳوٺ اراضيءَ ويجهو بند ۾ پيل وڏي پل. ان کان سواءِ 1942ع ۾ هيٺين بندن ۾ وڏيون روڻيون پيون ۽ گهارا پيا. سکر کان هيٺ سکر لاڙڪاڻو بند 1/6، 2/6 ۾ گهارا پيا. اهو پاڻي به مٿان واري ٻوڏ جي پاڻيءَ سان ملي ويو. روهڙيءَ کان مٿي قاسم پور- نبي شاهه بند ۾ 0/6، 10/6 ۾ روڻيون پيون، جيڪي بعد ۾ گهارن ۾ تبديل ٿي ويون.

سنڌ ۾ تاريخ ايتري موثر انداز ۾ لکي نه وئي آهي. جيتوڻيڪ 1942ع ۾ بند به ٺهيل هئا، پر انهن جون اوچايون ايتريون ڪو نه هيون. 1942ع جون اخبارون به موجود آهن. ٿوري جو ان وقت انفارميشن ايتري تيز ڪانه هئي، پر پوءِ به اهي ايڏا وڏا هاڃا هئا، جو انهن جو تذڪرو هر جڳهه موجود هئڻ کپي ها ۽ پوئين نسل تائين اها ڄاڻ منتقل ٿيڻ کپي ها. ان ڳالهه کي وسارڻ جي ڪري 58 ۾ جيڪا ٻوڏ آئي ۽ ان جو پراڻو تجربو ڪنهن به اداري وٽ ڪو نه هو ۽ مڪمل بي خبري وارو عالم هو. نتيجي طور سواءِ انفرادي طور ڪا به قومي پاليسي ٺهي نه سگهي هئي. 1942ع جي ٻوڏ جو هڪ وڏو سبق آهي ته جيڪڏهن درياهه جي ڪنهن به وهڪري ۾ بند ڪنهن اهڙي خراب جاءِ کان ٽُٽو ته پوءِ نتيجو ڏاڍو خراب نڪري سگهي ٿو.

محمدا باغ وٽ پيل گهاري کي بند ڪرڻ وقت جا آخري انگ هي آهن:

| | |
|---|---|
| ٽوٽل ڊيگهه، ٽن حصن ۾: | 1550+650+450= 2650 فوٽ |
| شروعات جو وهڪرو: | 150000 ڪيوسڪ |
| آخري وهڪرو: | 50000 ڪيوسڪ |
| گهاري بند ٿيڻ وقت پاڻيءَ جي اونهائي: | 5015 فوٽ |
| منگليءَ جي وڏ ۾ وڏ، گهٽ ۾ گهٽ ڊيگهه: | 7500 فوٽ |
| درياهه جو وهڪرو: | 350000 کان 250000 ڪيوسڪ |
| گهاري بند ٿيڻ جي نگهبانيءَ لاءِ: | هڪ انجنيئر ۽ ايس. ڊي. او |
| گهربل اسٽاف: | 8 سروير، 12 داروغا، ليبر ۽ مٽيريل |

**1956ع جي ٻوڏ:** هن سال سکر وٽ درياهه جو مٿاهون وهڪرو 998152 ڪيوسڪ هو ۽ هيٺاهون وهڪرو 979977 هو. ٻوڏ جي حساب سان سنڌ جي ويجهڙائيءَ واري تاريخ ۾ هي سال به تمام اهم ليکيو ويندو آهي. هن سال به ڪشمور کان شاهه بندر تائين سنڌونديءَ جي بندن ۾



مختلف هنڌن تي گهارا پيا ۽ ٻوڏ جي ڪري سنڌ جو هڪ وڏو حصو ٻڏو. وڏي ڳالهه ته 1955ع وانگر هن سال به سنڌ ۾ برساتون تمام گهڻيون پيون هيون. جيئن ته سنڌ ۾ پاڻيءَ جي نيڪال جو ڪو به نظام ڪو نه هو ۽ روڏن ۾ ڪئنالن جي ڪري قدرتي وهڪرا به بند ٿي چڪا هئا، ان ڪري برسات ۽ ٻوڏ گڏيل طور تمام گهڻو نقصان ڪيو هو ان جو تفصيلي ذڪر ڪجهه هيٺ ڪجي ٿو:

پراڻي جيڪب آباد ضلعي ۾ اولڊ گهوڙا گهٽ بند کي 6/4 ميل وٽ ڪاڌ سبب گهارو پيو. جيئن ته ان وقت ڪافي لوپ بند موجود هئا، ان ڪري پاڻيءَ کي اتي ئي روڪيو ويو ۽ ٽوڙي بند بچي ويو، ٻيءَ صورت ۾ 2010ع ۾ جيڪي علائقا ٻڏا، اهي سڀ علائقا ان وقت ٻڏن ها. پر پاڻي منڇر ڍنڍ کان ٿيندو سنڌونديءَ ۾ پهتو. ان کان سواءِ روهڙيءَ پرسان نبي شاهه بند 0/1 ميل وٽ ٽُٽو.

هي بند روهڙي بئراج جي بند ۽ روهڙي نبي شاهه بند جي ملڻ جي جاءِ تي هو. ان گهاري جي ڊيگهه 150 فوٽ هئي، اتان جو وهڪرو 2000 ڪيوسڪ هو، پر 24 ڪلاڪن اندر ان گهاري کي بند ڪيو ويو ۽ پاڻيءَ کي ٻئي بچاءَ بند وٽ روڪيو ويو هو.

ساڳيءَ طرح 11 آگسٽ 1956ع ۾ شديد برساتن ۽ درياهه جي وڏي چاڙهه جي ڪري سگهيون متياريون بند (ايس. ايم. بند) جي ميل 96/3 وٽ روڻ پئي، جتان بعد ۾ 260 فوٽ ڊيگهه ۾ گهارو پئجي ويو. ٻوڏ جو هي پاڻي موري کان به ٽپي ويو.

**گهليلاڻ بند وارو گهارو:** 13 آگسٽ 1956ع تي هي بند 6/10 ميل وٽ متيارين جي ويجهو ٽٽو. ان وقت تيز برسات هئي ۽ درياهه ۾ به وڏو چاڙهه هو. سکر بئراج کان هيٺ جو وهڪرو 979777 ڪيوسڪ هو. گهاري مان گذرندڙ پاڻي تقريباً 150000 ڪيوسڪ هو جيڪو نيشنل هاءِ وي کي ٻوڙيندو، حيدرآباد شهر جي ٻاهران پهتو جنهن کي پراڻي ڦليليءَ ۾ ڪٽ ڏئي وڌو ويو. ان وقت ڦليلي، درياهه مان ڦاٽ جي صورت ۾ وهندي هئي ۽ ڪوٽڙي بئراج جي ان وقت نئين تعمير ٿي رهي هئي. جيئن ته ٻوڏ جو وهڪرو ڦليليءَ جي وهڪري کان پنجوڻ تي هو ان ڪري اها هنڌان هنڌان ٽُٽي پئي، جنهنڪري بدين تائين 110 ميل جي ڊيگهه ۾ 1500 چورس ميل ۾ سمورو علائقو ٻڏي ويو. لکن جي تعداد ۾ ماڻهو بي گهر ٿيا. مٿان برسات جو پاڻي ۽ هيٺان ٻوڏ جو پاڻي هو. هوڏانهن درياهه جي اولاهين پاسي ٺٽي کان ٽورو متي پناهه. بگهاڙ بند جي 3/13 ميل ۾ گهارو پيو جنهنڪري مڪليءَ کان هيٺ وارو سڄو علائقو ٻڏو ۽ ساڳئي وقت ساڪري ۾ بگهاڙ بند جي 6/15-2/14 ميل ۾ گهارو پيو نتيجي طور ٻنهي گهارن جو پاڻي گڏجي ويو ۽ ٺٽي کان وٺي درياهه تائين 55 ميلن جي ڊيگهه ۾ 550 چورس ميلن ۾ تباهي آئي. تعلقي سجاول ۾ ڪوڪا واري بند 3/2 کان -4/2 ميلن ۾ بند ٽٽو جنهنڪري شاهه بندر وارو علائقو پاڻيءَ هيٺ آيو سنڌ جو ساموندي علائقو ٻيءَ دنيا جي حساب سان گهٽ آباديءَ وارو علائقو رهيو آهي. ان جو سبب اتي ايندڙ مسلسل تباهيون آهن، ڪڏهن ساموندي طوفان اتي تباهيون پکيڙين ٿا ته ڪڏهن وري درياهه جي ٻوڏ ۽ ڪڏهن زلزلا، پر جڏهن اسان دنيا جي ٻين ترقي يافته ملڪن تي نظر وجهون ٿا ته اسان کي خبر پئي ٿي ته هالينڊ سمنڊ جي سطح کان الائي ڪيترا فوٽ هيٺ آهي، انهن ماڻهن بند ٻڌي سمنڊ جي پاڻيءَ کي روڪيو آهي ۽ سمر جي پاڻيءَ کي صدين کان وٺي پن چڪين ذريعي ڪڍي واپس سمنڊ ۾ وجهندا آهن ۽ نتيجي ۾ اهو ملڪ سرسبز شاداب آهي.

**1973ع واري ٻوڏ:** شاهه بندر ۽ ڪوڪا واري بند ۾ 7/6 -7/2 ميل ۾ گهارو پئجي ويو ۽ اتان 4500 ڪيوسڪ پاڻي گذريو ان وقت ڪوٽڙيءَ کان هيٺ درياهه جو وهڪرو 7851329 ڪيوسڪ هو. هن ٻوڏ جي ڪري تعلقي شاهه بندر جا 19500 ايڪڙ ٻوڏ هيٺ آيا. گهوڙنڪي تعلقي ۾ قادرپور لوپ بند 8/0 ميل وٽ 600 ويڪرءَ ٽٽو جتان 30000 ڪيوسڪ پاڻي گذري، اچي ميرانپور ڍنڍ ۾ پيو.

هن سال برساتون به گهڻيون پيون ۽ درياهه ۾ پاڻي به ججهو هو، پر ان وقت تائين سنڌ ۾ آبپاشي کاتو تمام گهڻو مضبوط هو، ان ڪري اها تباهي نه ٿي، جيڪا ٿي سگهي پئي. اها حقيقت آهي ته آبپاشي کاتي ۾ موجود انجنيئرن کي ان وقت سنڌ ۾ هڪ خاص اهميت حاصل هئي ۽ انهن ۾ ڪم ڪرڻ جو خاص جذبو هوندو هو. بعد ۾ ايريگيشن جي انجنيئرن ۾ به نه اها صلاحيت رهي ۽ نه سندن ترجيحون برقرار رهيون.




پر هڪ حقيقت برقرار آهي ته آبپاشي کاتي جي هڪ ملازم جي هڪ غفلت جي ڪري لکين ماڻهو دربدر ٿي سگهن ٿا ۽ هڪ ملازم جي محنت سان لکين زندگين جو جان ۽ مال بچي سگهن ٿا.

**1976ع واري ٻوڏ:** هن سال رڪارڊ ٽيبل تاريخ جو وڏو وهڪرو سکر وٽ پهتو. سکر جو مٿانهون وهڪرو 1200574 ڪيوسڪ هو ۽ هيٺاهون وهڪرو 1160984 ڪيوسڪ هو. 1942ع جي ٻوڏ وانگر ڪئنالن کي به مڪمل کوليو ويو هو. نتيجي ۾ دادو ۽ رائيس ڪئنالن ۾ گهارا پيا ۽ مدئجيءَ کان هيٺ ڪافي علائقو ٻڏو هو برساتون به شديد پيون ۽ سڄي سنڌ تقريباً ٻوڏ هيٺ هئي. سکر بئراج جي پاڻيءَ جي دٻاءَ جي. ڪري پهريان فرنٽ بند ۾ 300 ميل گهارو پيو ۽ بعد ۾ روهڙي نبي شاهه بند ۾ 5 گهارا پيا ۽ اهو سمورو پاڻي هيٺ اروڙ واري جابلو پٽيءَ سان ٽڪرائجي ناري واري رستي سان هيٺ ويو. جيڪو درياهه جو پراڻو وهڪرو ليکيو ويندو آهي. چيو وڃي ٿو ته ڪنهن دور ۾ هاڪڙو درياهه اتان وهندو هو. اهو رستو وٺي پاڻي بيابان ۽ ٿرجي صحرا ۾ هليو ويو. البت اتي موجود آبادين کي وڏو نقصان پهتو. گهاري مان ڪل 76000 ڪيوسڪ پاڻي گذريو ٿي. درياهه وٽ گهاري جي ويڪر 1462 فوٽ هئي. ٻوڏ جي ڪري خيرپور جا ڪافي علائقا ٻوڏ هيٺ آيا. چوٽيارين تائين تقريباً 107 ميلن جي ڊيگهه ۾ ٻوڏ جو پاڻي پکڙيو ۽ 1070 چورس ميلن ۾ علائقو ٻڏو. جنهنڪري ڪافي ننڍا وڏا ڳوٺ، پاڻيءَ هيٺ آيا هئا، پر پوءِ ڪنهن وڏي آباد علائقي ۾ نقصان نه ٿيو هو.

هوڏانهن ڇُڪيءَ کان وٺي جوهيءَ تائين ايف. پي. بند مختلف هنڌان ٽُٽو ۽ خاص ڪري حمل ڍنڍ واري گهاري جي ڪري بند جي پرسان 15 ميلن جي ويڪر ۾ سمورو علائقو ٻوڏ هيٺ آيو. حمل وارو اهو ڪٽ بعد ۾ وڏي محنت سان جيل جي قيدين جي محنت سان ٻڌرايو ويو هو. هن ٻوڏ دوران ٻوڏ جي پاڻيءَ جي رستي ۾ آيل هٿرادو رڪاوٽن کي حڪومت جي مدد سان وقت تي ٽوڙيو ويو هو. ان پاڻيءَ جي دٻاءَ جي ڪري منڇر جو بند پڻ ٽٽو هو ۽ پاڻ سعيدآباد تائين سمورو علائقو ٻوڏ هيٺ آيو هو. بهرحال ٻوڏ جو پاڻي، جتي نه به پهتو هو ته برسات جو پاڻي ايترو هو جو هر طرف ٻوڏ جو ڏيک ٿي ڏنو ويو. هن سال برساتن ۽ ٻوڏ جي ڪري شديد جاني ۽ مالي نقصان ٿيو هو. ٻوڏ جي دوران سموري علائقي کي ريڊيو تي اطلاع ڏنا ٿي ويا ۽ چيو ويو ٿي ته اتر طرف نڪري وڃو.

**1988ع واري ٻوڏ:** 17 آگسٽ 1988ع تي صبح جو 10.30 وڳي سورجاڻي بند جي 1/0 ميل ۾ گهارو پيو. هي بند 1965ع ۾ ٺهيو هو ورِي اتي 635 فوٽن جي ڪاڌ ٿي. 1983ع ۾ ان جي ري ماڊلنگ ڪئي وئي. 1988ع ۾ اها ناڪام ٿي. ان وقت 40000 ڪيوسڪ پاڻي گذري رهيو هو. ڪوٽڙيءَ مان وهڪرو 660618 مٿانهون، 640564 هيٺانهون هو. گهاري جي ويڪر 1676 فوٽ هئي. گهاري جي ڪري تباهيءَ جا تفصيل هيٺين ريت آهن:

- تعلقي سجاول جي 121 چورس ميلن ۾ 77760 ايڪڙ ٻڏا، جن ۾ ٽوٽل 7658 گهرن جو نقصان ٿيو
- جاتي تعلقي جي 113 ميلن ۾ 72320 ايڪڙ ٻڏا، جن ۾ 5961 ايڪڙن تي فصل بيٺل هو. 3957 گهرن جو نقصان ٿيو




- هي گهارو 30 آگسٽ 1988ع تي ان وقت جي ايس. اي. مرحوم الله وسايي پٽيءَ، گنگو نظاماڻيءَ وارن جي منگلي ڏئي ٻڌرايو. گهاري بند ڪرائڻ تي ڪافي خرچ ٿيو. ڪُل 150080 ايڪڙ ٻڏا ۽ 234 چورس ميلن ۾ پاڻي پکڙيو.

**1995ع واري ٻوڏ:** هن سال به سنڌونديءَ ۾ تمام مٿانهين درجي جي ٻوڏ آئي هئي. سکر وٽ وهڪرو 998000 هو. جنهن جي نتيجي ۾ ٽوڙي بند ٽٽو. آبپاشي عملي ۽ فوج ۽ قيدين جي مدد سان پاڻيءَ کي ٿين بچاءَ لائين بي. ايس فيڊر (B.S. Feeder) تي روڪيو ويو. توڙي جو اتي ڪيترائي بلو آوٽ (Blowout) ٿيا، روڻيون پيون. جو جو ان جا ڪپر ان حساب سان ٺهيل نه هئا، ان جي باوجود وڏيءَ محنت سان پاڻيءَ کي اتي




روڪيو ويو اها هڪ وڏي ڪاميابي هئي. ان کانپوءِ 1996ع ۾ ان بند کي پٿر جي پيچنگ ڪئي وئي ۽ مضبوط ڪيو ويو. افسوس جو ان کان مٿي ان جي ڪپرن کي ان حساب سان مضبوط نه بنايو ويو هو ۽ ان ڳالهه کي ذهن ۾ نه رکيو ويو ته اهڙو واقعو ان کان مٿي به ٿي سگهي ٿو.

نتيجي طور 2010ع ۾ جڏهن ٽوڙي بند اُن کان مٿي ٽٽو ته بي. ايس. فيڊر (B.S. Feder) جو ڪپر اُن ٻوڏ جي دٻاءَ جي سٽ نه سهي سگهيو ۽ پوءِ جي تباهي سڄيءَ سنڌ ڏٺي. ان کان سواءِ عاقل آگاٽي بند تي به زبردست ڪاڏ ٿي 1/6 ميل تي بند باقي وڃي بچيو هو ۽ زبردست جدوجهد ڪانپوءِ بند کي بچايو ويو. ساڳي صورتحال ٿوري گهڻي فرق سان عاقل آگاٽي بند سان پوءِ به ٿوري ٿوري وقفي سان ٿيندي آئي آهي. ان کان پوءِ FWO اتي 6 عدد پٿرن جون وڏيون انگڙيون (spur) ٺاهيون، پر انهن به عملي طور ڪوبه ڪم نه ڪيو ۽ سواءِ انگڙين (J-Spur) ٺاهڻ جي، جن درياهه جو رخ تبديل ڪيو. ياد رهي ته 1942ع ۾ به اهو بند ٽٽو هو ۽ پاڻيءَ کي دادو ڪئنال جي ڪاهي ڪپر تي، جيڪو ٽيون بچاءَ بند آهي، روڪيو ويو.

**1995ع ۾ F.P بند جي ٻوڏ:** کيرٿر جبل ۽ بلوچستان جي خضدار ۽ سبي جهل مگسيءَ واري علائقي ۾ جولاءِ جي آخر ۾ زبردست برساتن جي ڪري لوچستان کان وڏو پاڻيءَ جو وهڪرو آيو ۽ کيرٿر جون سڀ نئيون پرپور وهي آيون، جنهن جي ڪري ايف. بند وٽ آر ڊي 0، 33، 45 کان 46، 50، 56، 58، 61 کان 62، 67، 68، 69، 75، 80، 90، 104، 118-119، 147-148، 159، 160-163، 223، 246، 258، 282، 325، 346 ۾ گهارا پيا.




منڇر جي بند (M.C. Band) ۾ آر. ڊي 7، 62، 80 کان 85 ۾ گهارا پيا. ان کان سواءِ 'گاج رخ موڙيندڙ بند' Gaj Diversion Bund جي پٿرن جو بند ۽ ان جي وچ ۾ سيمينٽ جي ٺهيل ڀت (Core Wall)، جنهن کي عام طور تي تير ڀت چوندا آهن، سان به لڙهي وئي. نتيجي طور تي قبي سعيد خان جي اولهه واري علائقي کان وٺي جوهيءَ تائين سمورو علائقو ٻوڏ جي لپيٽ ۾ اچي ويو. تقريباً 575 چورس ميلن جي ايراضي ٻوڏ جي لپيٽ ۾ آئي. ان برسات جو ايڏو تسلسل ڪونه هو جنهن ڪري ٻوڏ جي پاڻيءَ، جن علائقن کي ٻوڙيو اهو پاڻي اتي ئي رهيو.

**2007ع واري ٻوڏ:** جولاءِ ۾ عربي سمنڊ ۾ سائيڪلون (طوفان) آيو جنهنڪري مڪران جي ساحل کان وٺي سموري بلوچستان ۽ خاص ڪري خضدار واري علائقي ۾ شديد برساتون پيون. ان وقت قبي سعيد خان لڳ ايف. پي بند کي ٽپندڙ رتوديرو- گوادر موٽروي تي ڪم هلندڙ هو




جيئن ته روڊ وارن کي علائقي جي صحيح ڄاڻ نه هئي. ان ڪري هنن بلوچستان کان ايندڙ پاڻيءَ جو رستو بند ڪري ڇڏيو. جيڪو هميشه کان انهيءَ رستي سان ايندو هو.

ان ڪري جڏهن 435000 ڪيوسڪ وهڪرو آيو ته پاڻي 'ڇڪي' (قبي سعيد کان اولهه طرف) ۽ سنڌ بلوچستان جي بارڊر وٽ بند کي اوورٽاپ ڪري مٿان اٿلي پيو ۽ تمام وڏا گهارا پئجي ويا. ان وقت ۽ هن وقت روڊ ۽ بند جي ٽاپ ليول تقريباً ساڳي آهي. هڪ ئي ڏينهن ۾ 169، 177، 178، 179، 181، 184، 186 وٽ گهارا پيا. هن ٻوڏ جي ڪري جيڪي به وڏا سر نالا هئا. مثلاً: شهدادڪوٽ ڊرين، ميرو خان ڊرين، گهاڙ ڊرين، ايم. اين. اي، ميهڙ ڊرين ۽ ڪي. اين. شاهه ڊرين، تن ۾ سوَن جي تعداد ۾ گهارا پيا ۽ قبي سعيد جي اولهه کان وٺي، غوزي تائين سمورو علائقو پاڻيءَ هيٺ آيو.

ان کان سواءِ بلوچستان ۾ ايف. پي. بند جي گهارن جي ڪري پاڻي سيف الله شاخ سان اچي لڳو ۽ تمام وڏيءَ محنت سان ان کي ڪيترن گهارن کان بچايو ويو. ٻيءَ صورت ۾ شهدادڪوٽ شهر جي ٻڏڻ جو خطرو هو.

**مها ٻوڏ 2010:** سنڌو نديءَ کي ٻنهي پاسن کان مڪمل طور بندَ 1932ع ۾ ڏنا ويا هئا، جن کي تقريباً 82 سال ٿي چڪا آهن. توڙي جو ان وچ ۾ به ٻه ٽي وڏيون درياهه جون ٻوڏون آيون، مثلاً ساڄي پاسي 1942ع ۽ 1948ع واريون ٻوڏون ۽ 1976ع جي ٻوڏ ۽ کاٻي پاسي 1956ع جي ٻوڏ، 1976ع جي ٻوڏ (برساتي ٻوڏون ان کان سواءِ آهن)، پر سنڌ جي اڪثر رهواسين ۽ واسطيدار کاتن، ايريگيشن ۽ روينيو ڊپارٽمنٽ وارن کان به اهو سڀ ڪجهه وسري چڪو هو. دراصل لکت ۾ اهي سڀ تجربا نه آندا ويا هئا (سواءِ انگريزن جي دور 1947ع تائين)، جنهنڪري ايندڙ نسل ان کان بي خبر ٿي چڪو هو. ان لاپرواهيءَ جو نتيجو اهو نڪتو ته جڏهن 2010ع ۾ ٽوڙي بند ۽ ٻيا بند ٽٽا ۽ ٻوڏ آئي ته سڄي سنڌ ۾ افرا تفري مچي وئي، نه سرڪار جي ادارن کي ۽ نه ساچاهه وندن کي ڪو خيال آيو ته آخر هن مصيبت کي ڪيئن منهن ڏجي.




اها ٻوڏ سنڌ وارن لاءِ ڪا نئين ڳالهه نه هئي، پر اڳين ٻوڏن 48-1942ع وقت ماڻهن پڪا اجها، پڪا ڳوٺ ۽ پڪا شهر ڪو نه ٺاهيا هئا. پڪا روڊ رستا زمين جي سطح کان مٿي ٺهيل نه هئا، اڳي جيڪي به رستا هئا، سي زمين جي سطح جي برابر هوندا هئا. اسپتالون ۽ ماڻهن کي سهولتن جا ٻيا ذريعا نه هئا. ماڻهن وٽ فقط مال ڍڳيون هونديون هيون، ٻه ٽي پيتيون، ڪاڏي جو سامان ڏاندگاڏين تي رکي، مال ڪاهي اچي واريءَ جي دڙن تي ويهي رهندا هئا. ٻوڏ لهي ويندي هئي، ته پوءِ اچي وري ڪچا گهر، يا جهوپڙيون اڏيندا هئا ۽ وري ساڳي زندگي شروع ڪندا هئا. پر 2010ع واري ٻوڏ ۾ ائين نه هو. بندن جي مضبوطي ۽ درياهه ۾ پاڻي نه هئڻ ڪري ۽ وڏي عرصي کان ٻوڏ کان محفوظ رهڻ جي ڪري هرجڳهه پڪا ڳوٺ، شهر اڏجي ويا هئا. هر هنڌ موبائل فون جا ٽاور، پڪا روڊ رستا هئا، وڏيون شاخون ۽ سم نالا هئا. ماڻهن جا ڪارخانا ۽ ملڪيتون هيون. مالوند ۽ لاڏائو ماڻهو سنڌ جي تاريخ ۾ پهريون دفعو ڪجهه وقت کان وٺي هڪ هنڌ رهڻ جو ڍنگ سکي رهيا هئا. ان ڳالهه کي هو قطعي وساري چڪا هئا ته هن علائقي جو ماضي ڇا هو ۽ مستقبل ۾ ڪهڙيءَ طرح انهن خطرن کي منهن ڏئي سگهجي ٿو ۽ ان ڪري جڏهن 2010ع ۾ پهرين ٽوڙي بند ٽٽو ۽ غوثپور شهر ٻڏو ۽ بعد ۾ ڪوٽ عالموءَ وٽ بند ٽٽو ته هر هنڌ واويلا مچي وئي. ڪجهه ماڻهن کي اندازو هو ته هي سانحو ڪهڙو آهي ۽ ان جا اثر ڇا ٿيندا ۽ انهن جي مشورن جي ڪري ڪافي شهر مثلاً: شهدادڪوٽ، قمبر، ميرو خان، وارهه، جيڪب آباد ۽ ٻيا ٻڏڻ کان بچي ويا پر پوءِ به اهڙي تباهي آئي، جنهن جو مثال ويجهڙائيءَ واري تاريخ ۾ نه ٿو ملي. ان سڄيءَ ڳالهه کي سمجهڻ لاءِ هن ٻوڏ جو تفصيلي جائزو وٺڻو پوندو.

**ٽوڙي بند جي تاريخ:** هي بند 1889ع ۾ ٺاهيو ويو هو. دراصل هن جڳهه تي بند مختلف هنڌن تي ٽٽا ۽ ڪي مڪمل ختم ٿي ويا، ڪاڄي ويا ۽ ٻيا ٺاهيا ويا. هي بند ضروري نه آهي ته سپر فلڊ (9 لک ڪيوسڪن کان مٿي) تي ٽٽا هجن، پر وچولي فلڊ ۾ به هي بند ٽٽا آهن. ٽوڙي بند هيٺين سالن ۾ ٽٽو آهي: 1904ع، 1930ع، 1932ع، 1942ع، 1975ع، 1976ع، 1995ع، اولڊ غوثپور بند 1912ع، 1921ع، 1924ع، 1925ع، 1927ع، 1928ع، 1929ع ٽٽو آهي ۽ گهوڙا گهٽ بند 1929ع، 1935ع، 1955ع، 1956ع ۽ 1976ع ۾ ٽٽو آهي.

7 آگسٽ 2010ع تي جنهن وقت ٽوڙي بند ٽٽو هو، انهيءَ وقت گڊو بئراج تي سپر فلڊ هئي ۽ پاڻي 96200 ڪيوسڪ هو. پاڻيءَ جي

سنڌونديءَ جون ٻوڏون

صورتحال ايريگيشن جي انگن اکرن مطابق هن ريت هئي:

| تاريخ | وهڪرو | تاثرات / Remarks |
|---|---|---|
| 1 آگسٽ 2010 | 232575 ڪيوسڪ | هيٺانهين فلڊ (ننڍي ٻوڏ) |
| 2 آگسٽ 2010 | 280000 ڪيوسڪ | - |
| 3 آگسٽ 2010 | 346000 ڪيوسڪ | هڪدم 84 هزار ڪيوسڪ |
| 4 آگسٽ 2010 | 45400 ڪيوسڪ | 108 هزار ڪيوسڪن جي واڌ |
| 5 آگسٽ 2010 | 700262 ڪيوسڪ | هڪدم 246 هزار ڪيوسڪن جي واڌ |
| 6 آگسٽ 2010 | 962000 ڪيوسڪ | هڪدم هزار 262 ڪيوسڪن جي واڌ |
| 7 آگسٽ 2010 | 962000 ڪيوسڪ | پاڻي ساڳيو رهيو. |
| 7 آگسٽ 2010 | | 11 بجي تائين پاڻي ساڳيو رهيو ۽ پوءِ هڪدم بند ٽٽو وڏي واڌ |
| 8 آگسٽ 2010 | 1128000 ڪيوسڪ | هڪدم 166 هزار ڪيوسڪن جي واڌ |
| 9 آگسٽ 2010 | 1148000 ڪيوسڪ | 20 هزار ڪيوسڪن جي واڌ |

9 لک ڪيوسڪن کان مٿي سپر فلڊ ۽ تمام وڏي فلڊ (High Flood) 9 ۽ 7 لک ڪيوسڪ 24 آگسٽ 2010ع تائين جاري رهي. هن سال لڪيل تاريخ موجب پهريون ڀيرو 20 ڏينهن مسلسل سپر فلڊ (Super Flood) يعني 9 لک کان مٿي ۽ هاءِ فلڊ يعني 9-7.5 لک ڪيوسڪ وهڪرو رهيو. ظاهر ڳالهه آهي ته هڪ ته پاڻي جو چاڙهه مسلسل رهيو ۽ ٻوڙيءَ وٽ گهارو اڳ ۾ ڀٺجي چڪو هو ۽ اتي پاڻيءَ جي لاهي (زمين ۽ پاڻيءَ جي سطح ۾ فرق) تمام وڏي هئي، درياهه جا پراڻا قدرتي وهڪرا ڳ ۾ ئي موجود هئا، سو درياهه تقريباً ٻن حصن ۾ ورهائجي چڪو هو جڏهن اهو گهارو بند ڪيو ويو هو ته ان وقت گهاري جي ڪل ڊيگهه 1.5 ڪلوميٽر (4800ft) فوٽ هئي. 1942ع ۾ جيڪو گهارو پيو هو ان جي ڪل ڊيگهه تقريباً 2600 فوٽ هئي، يعني هي گهارو ان کان ٻيڻ تي وڏو هو. 1942ع ۾ ان گهاري مان گذرندڙ وهڪرو 1.5 لک ڪيوسڪ هو جڏهن ته درياهه ۾ ان وقت 2010ع جي اڌ جيترو وهڪرو هو يعني 6.75 لک ڪيوسڪ هو ۽ پاڻي ۾ چاڙهه هڪ هفتي کان گهٽ هو.

سرڪاري انگن اکرن ۾ ڪڏهن به 2010ع گهاري مان گذرندڙ صحيح وهڪري جي نشاندهي نه ڪئي وئي آهي، ان ڪي فقط 15 کان ٽيهه هزار ڪيوسڪ ٻڌايو پئي، جڏهن ته ٻين ذرين انهن انگن اکرن کي مڪمل غلط قرار ڏنو. تحقيق موجب گهاري مان سپر فلڊ ۽ هاءِ فلڊ دوران وهڪرو 3 لکن کان اڍائي لک ڪيوسڪ رهيو هو.

سنڌونديءَ ۾ مختلف هنڌن تي وهڪرن جا انگ اکر:

| وهڪري جي جڳهه | 2010ع وهڪرو ڪيوسڪ | تاريخي وهڪرو ڪيوسڪ | سال | تاثرات/ رمارڪس |
|---|---|---|---|---|
| سوات ندي | 220000 | 97500 | 1995 | |
| نوشهرو ڪابل ندي | 400000 | 203000 | 1965 | |
| تربيلا ڊيم | 835000 | 80000 | 1929 | (ان وقت تربيلا ڊيم نه هو)، پراڻي وهڪرا ورتا ويندا هئا |
| ڪالاباغ بئراج | 936000 | 917000 | 1942 | |
| چشمه بئراج | 1037000 | 781000 | 1976 | 70 جي ڏهاڪي ۾ هي بئراج ٺاهيو ويو. |
| تونسه بئراج | 959000 | 788600 | 1958 | - |
| گڊو بئراج | 1148000 | 1176000 | 1976 | هن ۾ مٺڻ ڪوٽ وٽ آيل 3 لک ڪيوسڪ پاڻي ۽ ڪوهه سليمان کان آيل تقريباً 2 لک ڪيوسڪ پاڻي به شامل آهن. |
| سکر بئراج | 11631000 | 1161000 | 1976 | سنڌ ۾ ٻوڏ |
| ڪوٽڙي بئراج | 1200000 | 981000 | 1956 | سنڌ ۾ ٻوڏ |

*(ذريعو: واپڊا ۽ ايف ايف سي)*

هن مان اندازو ٿئي ٿو ته جيڪڏهن چشما بئراج وٽ وهڪرو تاريخي وهڪري کان 25600 ڪيوسڪ وڌيڪ پاڻي هو ۽ تونسا وٽ تاريخي وهڪرو 170000 ڪيوسڪ وڌيڪ هو جڏهن ته ان وقت تونسا کان مٿي گهارو پيل هو ۽ ڪوٽ ادوءَ سميت سمورو علائقو ٻڏل هو. هوڏانهن 3 آگسٽ 2010ع تي چاچڙان شريف وٽان آيل وهڪرو 12 فوٽ هو ۽ ڪوهه سليمان تي پيل زبردست برسات جي ڪري تقريباً 300000 ڪيوسڪ پاڻي

سنڌو درياهه ۾ داخل ٿيو. جيڪو گڏوءَ کان مٿي سنڌوءَ جي پاڻيءَ سان ملي ويو. دراصل ان پاڻيءَ جو جيئن ته ڪو به حساب ڪتاب نه رکيو ويندو آهي. ان ڪري 2010ع ۾ ان پاڻيءَ جو ڪو به اندازو نه لڳايو ويو ۽ نه ئي ان پاڻيءَ کي وهڪري ۾ شامل ڪيو ويو. ٻوڏ جي پاڻيءَ جو حساب ڪتاب هر بئراج تي ڪيو ويندو آهي. اريگيشن، واپڊا ۽ فيڊرل فلڊ ڪميشن، ايف. ايف. سي وارا الڳ الڳ ۽ گڏ حساب رکندا آهن. پر ان سموري پاڻيءَ جو ان ۾ ليکو ڪو نه هو. ٻيو ته 1992ع کان وٺي بئراج جي سارسنڀال ۽ ان حساب ڪتاب لاءِ قابل انجنيئر ئي نه رهيا هئا.

1992ع ۾ جڏهن تاريخي ٻوڏ سنڌ اندر داخل ٿي رهي هئي ته 'ڊان اخبار' جي پهرئين صفحي جي وڏي سرخي هئي. سنڌ اندر 210000 ڪيوسڪ پاڻي ايندو. پر جڏهن سنڌ جي قابل انجنيئرن ان وقت حساب لڳايو ته پاڻي 11 لک ڪيوسڪن کان وڌيڪ نه ايندو ۽ اهو بلڪل صحيح ثابت ٿيو. پوءِ کهڙو سبب هو. جنهنڪري ٽوڙي بند به ٽٽو. پر ان کان پوءِ نئين ويجهو پناهه بگهاڙ بند به ٽٽو. ڪوٽ عالموءَ وٽ ايم ايس بند ٽٽو ۽ سڄي سنڌ ٻوڏ هيٺ اچي وئي.

1992ع واري ٻوڏ شايد ان مثال جي آخري ڪڙي آهي، جڏهن اها وڏي ٻوڏ، جنهن ۾ ڪنهن به سياسي مداخلت جو عمل دخل نه هو ۽ اريگيشن کاتي پاڻ سڄيءَ ٻوڏ کي درياهه مان گذاريو هو. 1995ع ۾ ٽوڙي بند ٽٽو ته به اهل انجنيئرن بروقت هر ڳالهه جو صحيح اندازو لڳايو ۽ بي. ايس فيڊر تي ٻوڏ کي روڪي ورتو. 2010ع ۾ اهي سڀ صلاحيتون جيڪڏهن ختم نه ٿي چڪيون هيون، ته به سياسي مداخلت ۽ ڏاڙيلن جي موتمار ڪاروايون ۽ قبائلي جهيڙن جي ڪري کاتي جا عملدار بروقت انهن بندن جو معائنو ڪرڻ کان قاصر رهيا. ان ۾ سندن ذاتي ڪوتاهيءَ کي رد نه ٿو ڪري سگهجي، ٽوڙي بند، ايم ايس بند (ڪوٽ عالموءَ) ۽ پي بي بند ٽٽڻ جا ڪجهه سبب هيٺ ڏجن ٿا.

**(1) پاڻي ۾ اوچتي واڌ:** گهٽي وقت کان وٺي سڪل بندن ۾ ڪوئن جا ڏرڙ ۽ ڏار پئجي ويا هئا ۽ انهن جي مڪمل نگهباني نه ٿي سگهي هئي. سارسنڀال نه ٿيڻ ۽ گهٽ پاڻيءَ جي ڪري درياهه جو ترو لٽجي ويو هو. درياهه ۾ پاڻيءَ جي اوچتي واڌ هميشه مٽيءَ جي بندن کي نقصان پهچايو آهي، جيئن 1924عَ واري سال ۾ 4 فوٽ هڪدم واڌ جي ڪري بند ٽٽا هئا. گذريل ڪافي عرصي کان تقريباً 2000ع کان وٺي درياهه ۾ پاڻي ڪو نه هو. نتيجي طور بندن تي توجهه نه ڏنو ويو ۽ انهن جي سار سنڀال به گهٽ ٿي. ان ڪري سنڌ جي بندن ۾ بيشمار هنڌن تي روڙيون پيون. جو ته ڪوئن ان ۾ ڏرڙ ناهيا هئا، پر جيڪڏهن بندن جو خشڪيءَ وارن سالن ۾ به چڱيءَ طرح معائنو ڪبو ۽ انهن کي پهچندڙ نقصان جي مرمت ڪجي ها ته ڪافي بچاءُ ٿي سگهيو ٿي.

ڏنو وڃي ته ڪيترن سالن دوران تمام وڏي ٻوڏ ۽ درياهي وهڪرا آيا هئا، جنهن سبب سڄي سنڌ ٻڏي سگهي پئي، پر جن ٿورن ماڻهن جي ڪري سڄي سنڌ بچي وئي، اهي هئا اريگيشن جا قابل عملدار، جن وڏي جاکوڙ ڪري بند بچايا هئا ۽ انهن درياهه ۾ ايندڙ پاڻيءَ جي وهڪرن جو صحيح حساب لڳايو هو. هر بئراج وٽ پهچندڙ پاڻيءَ جو انهن وٽ صحيح حساب هو ۽ ان مطابق هو صحيح فيصلا ڪندا هئا ۽ هيٺيون عملوان تي عمل ڪندو هو.

**(2) ڪچي ۾ ڏاڙيل فيڪٽر قبائلي جهيڙا:** درياهه جتان گذري ٿو ان اندرين علائقي کي 'ڪچو' سڏيو وڃي ٿو اتي اڳ درياهي ٻيلا هوندا هئا. هن وقت اهي ايڪڙ ٻيڪڙ بچيا آهن. ٻيلن جي ڪري به درياهه جو وهڪرو هڪ هنڌ رهندو هو. پر پوءِ ٻيلا ڏاڙيلن جون مضبوط پناهه گاهون ٿي ويا. تاريخ ٻڌائي ٿي ته ائين اڳ به هو. ڏاڙيل به ڪڏهن ڪڏهن ظاهر ٿيندا هئا. سٺ جي ڏهاڪي ۾ اها ئي صورتحال هئي، ته 90 جي ڏهاڪي ۾ به ائين ٿيو هو. پر حڪومت جي ڀرپور ڪارروائيءَ جي ڪري اتي موجود ڏاڙيلن جو خاتمو ڪيو ويو هو. پر ٻيلن جو خاتمو نه ٿيو هو. اڳي اريگيشن عملي کي ڪجهه به نه چيو ويندو هو. جو ته اهي پاڻيءَ جي نگهباني ڪندا هئا. بعد ۾ رويا ۽ اصول تبديل ٿي ويا. نتيجي طور تي بندن تي سواءِ ڏوهاري ماڻهن جي ڪو به وڃي نه پئي سگهيو. جنهنڪري ماڻهن مان خوف نڪري ويو. جنهن کي مرضي آئي بند ۾ پائيپ وجهي ڇڏيائين. جنهن کي مرضي آئي بندن تان گهرو استعمال لاءِ مٽي کنيائون ٿي. جڏهن ته اڳ بند تي ڪو به غير سرڪاري ماڻهو نه چڙهندو هو. نه مٽي کڄندي هئي ۽ نه بندن تي غير قانوني پائيپ وجهبا هئا.

جيئن ته بند مٿي هئا ۽ ٻوڏ جي صورتحال ۾ انهن کي وڌيڪ محفوظ ڪرڻ بدران ماڻهن انهن تي پنهنجا گهر ۽ ڳوٺ ٺاهي ورا. ٽوڙي بند واري واقعي ۾ ائين ئي ٿيو هو. جيئن ته بند گهٽو مٿي هئا. ان ڪري بند تي چڙهڻ لاءِ ان کي ڪٽي هيٺ ڪيو ويو هو.

سنڌ ۾ ڪيترن هنڌن تي سرڪاري کاتن بند جي سطح کي هيٺ ڪري اتي روڊ رستا ناهي ڇڏيل سوين رستا ڪچي ۾ وڃڻ لاءِ بندن کي هيٺ ڪري ناهيا ويا. جيئن ته بند اندر ڪچي جي زمين تمام گهڻي زرخيز آهي. ان ڪري طاقتور ماڻهو جا مفاد ان ۾ هئا. ان کان سواءِ قبائلي جهيڙن جي ڪري ڪنهن کي به اتان ٽپڻ نه ٿي ڏنو ويو. جيئن تيغاڻي قبيلي وارن جو جهيڙو (ٽوڙي واري علائقي ۾) هو ته ظاهري ڳالهه آهي اريگيشن جا آفيسر اتان گذري نه پئي سگهيا. نه ئي اهي خرابيون دور ڪري ٿي سگهيا.

ان کان سواءِ ڪچي اندر آبادي ٿيڻ ڪري وڏا ٻيلا سڀ ڪٽجي چڪا آهن ۽ سياسي اثر رسوخ وارن ماڻهن اندر ڪچي ۾ وڏا بند ڏئي زمينون آباد ڪيون آهن ۽ سرڪاري ۽ غير سرڪاري طور تي بند ڏنا ويا آهن. جنهنڪري درياهه جي وهڪري جي جڳهه مٿينءَ ٻوڏ جي صورتحال ۾ 8 کان 12 ميلن کان گهٽجي وئي آهي ۽ ڪٿي ڪٿي ته اڃا به گهٽ ٿي آهي. جيئن ٽوڙيءَ جي سامهون آٿل فيلڊ واري بند جي ڪري اتي مفاصلو ڪل 4.5 ميل بچيو آهي.

(3) **ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجيءَ جو عمل دخل:** 1996ع کان وٺي هڪ تيز رفتار عمل دنيا جي زندگيءَ ۾ داخل ٿيندو ويو جيڪو آهي ڪمپيوٽر ۽ انهن سان لاڳاپيل اڳڪٽيون ۽ انهن جو اثر، سو اريگيشن کاتي ۾ به ان جو اثر رهيو. ورلڊ بئنڪ ان کي اڳتي وڌايو. سيڊا ۾ ڪمپيوٽر جي ڄاڻ وارن انجنيئرن کي اڃا به وڌيڪ سهولتون ڏنيون ويون. ٽيڪنالاجي زندگيءَ جي حقيقت آهي، پر سنڌ جي بندن ۽ ٻهراڙيءَ وارو علائقو اڃا ان سڄي تاريخي عمل مان گذري نه سگهيو هو. بند ڇا آهن، ٻهراڙيءَ جي حقيقت ڇا آهي، ٻوڏ ڇا آهي، روڻ ڇا آهي، ڪنڊ ڪيئن بند ڪجن. اها ڄاڻ ڪمپيوٽر ذريعي حاصل نه ٿي سگهي، ان لاءِ تجربي جي ضرورت هئي ۽ رهندي.

بدقسمتيءَ سان نئين ٽيڪنالاجي ۽ پراڻي صدين جي علم جي ڄاڻ ۽ اڻ ڄاڻائي پاڻ ۾ ٽڪراءَ ۾ آيون. اهي انجنيئر جيڪي هڪ عرصي کان وٺي سنڌ کي ٻوڏ جي مصيبت مان بچائيندا ٿي آيا، اهي غير فعال ٿي چڪا هئا. جيڪي انهي ڄاڻ وارا موجود هئا، تن کي غير اهم سمجهيو ويو ۽ ڪمپيوٽر جي ڄاڻ رکندڙن کي پڙهيل لکيل سمجهيو ويو. نتيجي طور ڪمپيوٽر جي مدد سان نامڪمل ۽ غلط اڳڪٽيون سڀ بيڪار ثابت ٿيون. ايم. ايس بند، ڪوٽ عالموءَ وٽ جڏهن روڻ پئي ته اتي موجود انجنيئرن کي ٻوڏ جو ڪو به تجربو نه هو. نتيجي طور روڻ بند نه ڪري سگهيا ۽ گهارو پيو. سڄاول سميت سمورو علائقو ٻڏو. پر هر هنڌ ائين نه هو. بندن تي ڪم به ٿيو. اريگيشن جي آفيسرن ڏينهن رات ڪم به ڪيو. هزارين ماڻهن سندن مدد به ڪئي.

گڊو ريجن طرفان جيڪو بند بچايو ويو ان جو تفصيل هتي ڏجي ٿو ان کان سواءِ سڄي سنڌ ۾ اريگيشن وارن ۽ سنڌ جي ماڻهن گڏجي سوين ميل بند مٽي ڪيو. اهڙيءَ طرح سنڌ جي تمام وڏي حصي کي تباهه ٿيڻ کان بچايو ويو. هيٺ فقط ٽوڙيءَ کان هيٺ سکر تائين جيڪو ڪجهه ٿيو ان جو تفصيل ڏجي ٿو:

(1) 10 بلو آوٽ (Blowout)، ڪي. ڪي بند، ڪشمور بند، هيبت بند ۽ سکر بيگاري بند کي منگليون ڏئي بچايو ويو.

(2) 100 روٽيون بند کيون ويون، جيڪي ڪشمور بند، گهوڙا گهٽ بند، هيبت بند، ٽوڙي بند ۽ سکر بيگاري بند ۾ پيون هيون.

(3) 5 بند پيل گيٽ، جيڪي درياهه جي پاڻيءَ جي پريشر جي ڪري ٽٽي پيا هئا، اهي بچايا ويا.

(4) سکر بيگاري بند جي 21-0 سکر شهر وٽ سخت سر جي ڪري، روٽيون پيون، پر سکر شهر ۽ ٻين علائقن کي بچايو ويو.

(5) ڪي. ڪي وٽ ڪاڏ کي بچايو ويو ۽ اها ڳالهه ڪنهن هڪ بند سان ڪا نه هئي. بلڪ سڄيءَ سنڌ ۾ سيني جاين تي اريگيشن کاتي ۽ عوام طرفان بندن جو مڪمل تحفظ ڪيو ويو هزارين ماڻهن بندن تي پهچي بندن کي ٽٽڻ کان بچايو. اريگيشن جي آفيسرن هر جڳهه تي پنهنجي وس آهر ان آفت سان مقابلو ڪيو. اصل ڳالهه هيءَ هئي ته ماڻهن ۾ (جنهن ۾ سنڌ جا سڀ ماڻهو شامل آهن اريگيشن عملدارن سميت) ٻوڏ جي تجربي جي گهٽتائي هئي. اها گهٽتائي جيڪڏهن دور نه ڪئي وئي ۽ ماضيءَ مان ڪو سبق نه سکيو ويو ته مستقبل ۾ اڃا به وڏا هاڃا ٿيڻ جا امڪان آهن.

ڊسچارج جو تفصيل

| تاريخ | جڳهه وڌ وهڪرو | تاريخي وهڪري گذر جو عرصو هو | اصلي وهڪري جي گذر جو عرصو | رمارڪ |
|---|---|---|---|---|
| 27 جولاءِ 2010ع | بنجي 29000 | 7 ڪلاڪ تربيلا | 6 ڪلاڪ | - |
| 9 آگسٽ 2010ع | چشمه 713500 | 9 ڪلاڪ | 9 ڪلاڪ | - |
| 9 جولاءِ 2010ع | تربيلا 835000 | 24 ڪلاڪ چناب | 18 ڪلاڪ | - |
| 30 جولاءِ 2010ع | خداآباد 997300 | 12 ڪلاڪ چشمه | 18 ڪلاڪ | - |
| 30 جولاءِ 2010ع | ڪالاباغ بئراج 936000 | 6 ڪلاڪ تونسا | 50 ڪلاڪ | - |
| 1 آگسٽ 2010ع | چشمه 10389000 | 72 ڪلاڪ گڊو | 76 ڪلاڪ | - |
| 2 آگسٽ 2010ع | تونسا 936100 | 24 ڪلاڪ سکر | 33 ڪلاڪ | - |
| 9 آگسٽ 2010ع | گڊو 1148700 | 144 ڪلاڪ ڪوٽڙي | 408 ڪلاڪ | - |
| 10 آگسٽ 2010ع | سکر 113100 | | 408 ڪلاڪ | - |
| 27 آگسٽ 2010ع | ڪوٽڙي 964897 | | | پلين نهڻ ڪري پاڻي پهچڻ ۾ وقت وڌيڪ لڳو ۽ سکر کان ڪوٽڙي تائين بندن تي دٻاءُ برقرار رهيو |

مٿي ڏنل ڊسچارج مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته گڊوءَ وٽ 9 آگسٽ 2010ع تي وهڪرو 1148000 ٻڌايو هو ۽ سکر وٽ وڌ ۾ وڌ وهڪرو 1130000 ڪيوسڪ ٻڌايو ويو. يعني ٽوڙيءَ وٽ گهاري

مان فقط 18000 ڪيوسڪ پاڻي گذريو ٿي ۽ 1800 ڪيوسڪ جي وهڪري ايڏي وڏي تباهي مچائي، پر ائين نہ هو وهڪرو 12,50,000 ڪيوسڪن کان مٿي هو.

7 تاريخ تي ٽوڙي بند ٽٽو. 8 تاريخ تي اهو وهڪرو سکر بئراج مان گذريو ۽ شايد مٿينءَ سطح تي اهو فيصلو ڪيو ويو تہ بئراج وٽ جيڪڏهن 12 لک ڪيوسڪ کان مٿي جيڪڏهن پاڻي آيو تہ پوءِ علي واهڻ (روهڙي جي ويجهو) وٽ ڪٽ ڏنو ويندو. جڏهن تہ اڳ ۾ ئي ٽوڙي وٽ نقصان ٿي چڪو هو تہ پوءِ ٻئي هنڌ نقصان ڪي بچائڻ لاءِ چو سوچيو ويو. پر ان مان خبر پوندي تہ گڊوءَ وٽ وهڪرو 13 لکن کان بہ مٿي هو. اهو صحيح آهي تہ ٽوڙيءَ وٽ گهارو پيو ۽ ان جي ڪري اولهہ سنڌ جو وڏو علائقو ٻڏو، پر اهو خيال ڪڏهن بہ ڪنهن کي نہ آيو تہ گهارو 962000 ڪيوسڪن تي پيو ۽ پوءِ تہ پاڻيءَ ۾ اجا واڌ آئي. سرڪاري انگن موجب پاڻي گڊوءَ وٽ 1148000 ٿيو ۽ سکر وٽ 1130000 ٿيو. حالانڪ زميني حقيقتن موجب پاڻي سکر وٽ 12 لک ڪيوسڪ کان گهٽ هو. تہ ظاهر آهي تہ سکر کان مٿي ٻنهي طرفن بندن تي سخت دٻاءُ رهيو. جيتوڻيڪ ٽوڙيءَ وٽ بند ٽٽي چڪو هو. پر جيڪڏهن بند سکر پرسان اولهہ ۾ ٽٽي ها تہ پوءِ اولهہ سنڌ جو بہ شهر ڪو نہ بچي ها. انهن هزارن ماڻهن جي محنت جو ذڪر بہ ضروري آهي، جن اريگيشن جي عملدارن جي نگرانيءَ هيٺ ٽوڙيءَ کان سکر تائين ٻيا بند بچايا، انهن جو تفصيل بعد ۾ ڏجي ٿو:

**2010ع جي ٻوڏ، جڏهن بي. ايس فيڊر سنڌ بيگاري فيڊر ڪئنال کي ٽوڙي پڪي علائقي ۾ داخل ٿي:**

هي ڏورو پيچيده عرصو رهيو. ٻوڏ جو پاڻي جيئن ويجهو ٿي آيو تہ ڳوٺ ۽ شهر خالي ٿيندا ويا. گهر خالي ڪرڻ وارا لکن جي حساب سان ماڻهو هئا، پاڻيءَ جي دهشت ڇا ٿيندي آهي، اهو فقط اهو ڄاڻي سگهي ٿو، جنهن ٻوڏ ڏٺي هوندي. بهرحال لکن جي حساب سان ماڻهن پنهنجا گهر ڇڏيا، هر سهولت واري شيءِ اتي ڇڏي، خالي هٿين نڪتا، ڪي پنهنجن مٽن مائٽن وٽ رهيا، ڪي اچي روڊ ڪناري ڪئمپن ۾ لاچار ٿي هنڌ وجي رهيا. مجموعي طور ٽوڙيءَ کان وٺي شاهہ بندر تائين سڄيءَ سنڌ ۾ جيڪي ماڻهو دربدر ٿيا، نقصان ٿيا، تن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

تاريخي طور 1924ع، 1929ع، 1956ع، 1976ع ۽ 2010ع ۾ سنڌونديءَ جي پارتو علائقن (Catchment area) ۾، خاص ڪري ڪابل نديءَ ۾ تمام وڏيون برساتون پيون.

2010ع ۾ جولاءِ جي مهيني تائين سوڪهڙي واري ڪيفيت هئي ۽ بعد ۾ 22 جولاءِ کان غير متوقع مينهن شروع ٿيا.

سنڌ ۾ ماڻهو ۽ سندن گهر جيڪي سرڪاري طور اثر هيٺ آيا، انهن جو تفصيل هيٺينءَ ريت آهي:

*(انهن ۾ سڄاول طرف آيل ٻوڏ، ٽوڙيءَ جي ڪري آيل ٻوڏ ۽ منڇر جي ڪري آيل ٻوڏ شامل آهن هي انگ اکر سرڪاري ذريعي ڪئبينيٽ ڊويزن جا آهن)*

| | |
|---|---|
| آدمشماري | 6.77 ملين |
| گهر | 1.11 ملين |
| اهي گهر جيڪي ڪل تباهہ ٿيا | 0.87 ملين |

سنڌ ۾ سڄي پاڪستان کان وڏيڪ نقصان ٿيو ڇاڪاڻ تہ سنڌ سڄي پاڪستان ۾ سطح جي حساب سان وڏيڪ هيٺ آهي. سماجي طور ماڻهن کي اين. جي. اوز ۽ سرڪار جي ڪمزور پاليسين سبب محتاجيءَ جا ڏينهن ڏسڻا پيا.

2010ع واري ٻوڏ جو تجزياتي تفصيل هن ريت آهي:

| تاريخ | ٻوڏ هيٺ آيل ڳوٺ، علائقا ۽ حالتون |
|---|---|
| 7 آگسٽ 2010ع | ان ڏينهن تي ٽوڙي بند ٽٽو پاڻي بند مٿان وهي هليو.<br>(1) ڳوٺاڻا ذاتي جهيڙن جي ڪري اتي ڪنهن کي بہ اچڻ نہ ڏيندا هئا.<br>(2) پاڻيءَ ۾ واڌ اريگيشن کاتي جي اندازي کان گهٽي هئي، ان جو سبب ڪوهہ سليمان کان ايندڙ پاڻيءَ جو صحيح اندازو نہ لڳائڻ هو ٻئي طرف گدو بئراج ۽ سڄي اريگيشن کاتي ۾ بئراج تي موجود نااهل آفيسر موجود هئا، جن درياهہ ۾ ايندڙ وهڪري جو صحيح اندازو نہ لڳايو هو. ڇو تہ سندن مقرريون سياسي طور تي ٿيل هيون.<br>(3) ٻوڏ کان اڳ درياهہ ۾ گهٽ پاڻي هئڻ سبب ۽ درياهہ جي پيٽ ۾ گهٽي لٽ هئڻ ڪري درياهہ جو پيٽ لٽجي چڪو هو. جڏهن تہ هن ٻوڏ دوران پاڻيءَ جي سطح ۾ غير معمولي واڌ آئي هئي.<br>(4) ملڪي سطح تي مٿين ڊسچارج ٻڌائڻ جو انداز اهو نہ رهيو هو جو متاثر ٿيندڙن کي صحيح خبر پوي. سنڌ جيئن تہ پڇاڙيءَ ۾ آهي تہ ان کي وڏيڪ نقصان ٿيو ٿي.<br>(5) بندن اندر وڏيڪ حدخليون ٿينديون رهيون ۽ زميندار بند ٺهندا رهيا هئا ۽ درياهہ جي وهڪري کي گذارڻ لاءِ مناسب رستو، جيڪو 10 ميلن کان 12 ميلن تائين آهي، سو گهٽ ٿيندو ٿي ويو. ٽوڙي جو آمهون سامهون گئس ڪمپنيءَ جي ڏنل بند جي ڪري اهو رستو ٻارهن ميلن مان گهٽجي 4.5 ميل وڃي رهيو هو ان ڪري ٽوڙيءَ کان مٿي ٻنهي پاسن تي بند ڪٽي بہ ٽٽي سگهيو ٿي. اولهہ طرف يا اوڀر طرف ۽ تاريخ شاهد آهي تہ اها صورتحال ٻنهي طرفن ڏانهن رهي هئي. بند اولهہ طرف يا اوڀر طرف ٽٽي سگهيو پئي. |

| | |
|---|---|
| 9 آگسٽ 2010ع | ٻوڏ جو پاڻي جيڪب آباد شهر جي چوڌاري اچي ويو. ان وقت جيڪب آباد ۾ پاڪستان ايئر فورس جو هوائي اڏو شهباز ايئربيس به هو. بدقسمتيءَ سان ان کي ٺاهڻ مهل به ان جي سطح اها نه رکي وئي هئي، جو اهو ٻوڏ کان بچي سگهي. تاريخ جي روشني ۾ ڏسبو ته جڏهن به ٽوڙي بند ٽٽو آهي ته پاڻي جيڪب آباد ضرور پهتو هو. |
| 14 آگسٽ 2010ع | جيڪب آباد ڀاءِ پاس روڊ کي گهارا (cutts) ڏنا ويا، جيئن جيڪب آباد شهر بچي سگهي. ان دوران سنڌ ۽ بلوچستان جي سياسي نمائندن وچ ۾ تمام گهڻي تلخي ٿي. اصل ۾ اتان کان وٺي منڇر ۽ وري سنڌو نديءَ تائين هر ضلعي جي ماڻهن ۽ سندن نمائندن وچ ۾ سخت ڏي وٺ ٿي، هر جڳهه تي هٿياربند ماڻهو ويهاريا ويا، جيئن ته سمورن متاثر ٿيندڙ علائقن جي ماڻهن کي اها خبر نه هئي، ته پاڻي ڪٿان ڪٿان ٽپندو ۽ درياهه جا اصلي پراڻا وهڪرا ڪٿي ڪٿي آهن. پاڻيءَ کي هيٺاهين ڪپندي هئي. جيڪڏهن روڊ، رستا، بند ۽ سم نالين جون رڪاوٽون نه هجن ها ته پاڻي پنهنجو فطري رستو پاڻ ٺي وٺي ها، پر رڪاوٽن جي ڪري پاڻي اڳ ۾ اتي پهتو ۽ ان علائقي کي ٻوڙيو ۽ سموريون رڪاوٽون ٽپي اڳتي وڌيو. |
| 16 آگسٽ 2010ع | پاڻي ڪيرٿر بئراج سان اچي لڳو. ڪيرٿر بئراج جيئن ته ٻوڏ جي وهڪري کي هڪ هٽ سان ٺهيل رڪاوٽ آهي، 1932ع ۾ بئراج ٺاهيو ويو. اُن ڪري اُن پاڻيءَ ڪيرٿر کي ٽوڙيو ۽ ان جي مٿان پاڻي وري آيو. نتيجي ۾ RD-102 وٽ گڙنگ ريگيوليٽر به لڙهي ويو ۽ ٻوڏ جي پاڻيءَ پنهنجو پراڻو رستو ورتو.<br>ڪيرٿر بئراج ۾ 30 کان مٿي گهارا پيا. انهن ۾ RD-108, RD-87, RD-52 وٽ پيل گهارا شامل آهن. جڏهن پاڻي بند ٿيو ته به اتي 70 کان 80 فوٽ پاڻيءَ جي گهرائي هئي. سيف بئراج ۾ RD-165 وٽ پيل گهارو به ايڏو گهرو هو |

**مها برساتي ٻوڏ 2011ع:** آگسٽ 2011ع ۾ ٺيڪ هڪ سال ڪانپوءِ سنڌ هڪ ڀيرو ٻيهر وڏيءَ آفت کي منهن ڏنو هن ڀيري سنڌو درياهه جي کاٻي ڪپ تي گهوٽڪي ضلعي کان وٺي ساحلي پٽيءَ وارن ضلعن بدين ۽ ٺٽي سميت توڙي ٿرپارڪر ۾ زوردار برسات تباهي مچائي ڇڏي، ان ڪري هوبهو ساڳيا ٻوڏ وارا منظر ڏسڻ ۾ آيا. تيز برسات سبب ايل.بي.او.ڊي سم نالو ۽ سنڌو جي




ڪاهي ڪپ تي موجود سمورن ضلعن ۾ برسات جي گهڻي پاڻي جمع ٿيڻ سبب مناسب نيڪال يا پاڻيءَ کي رستو نه ملڻ سبب رات پيٽ ۾ خيرپورميرس، نوشهري فيروز، نوابشاهه (شهيد بينظيرآباد)، مٽياري، ٽنڊي الهيار، ميرپورخاص، سانگهڙ، بدين، ٺٽي ۽ ٻين هنڌن تي لکين ماڻهو متاثر ٿيا. انهن ۾ خشڪيءَ وارن هنڌن تي پهتا، جتي ٻوڏ ۽ برسات متاثرن جون سوين ڪئمپون قائم ڪري ڪين رهايو ويو. جڏهن ته ڪيترا ٻوڏ متاثر کليل آسمان هيٺ ويٺل رهيا.




2010ع واري ٻوڏ ۾ سنڌو درياهه جو ساڄو پاسو، جڏهن ته 2011ع ۾ سنڌو درياهه جو کاٻو پاسو سخت متاثر ٿيو. انهيءَ ٻوڏ ۾ سنڌ جو تمام وڏو مالي ۽ جاني نقصان ٿيو. جڏهن ته سڄيءَ سنڌ ۾ هلندڙ ترقياتي رٿائون پڻ متاثر ٿيون.

## سنڌ جون نئيون

پاڻيءَ جو عارضي وهڪرو، جيڪو برسات يا برف جي پگهرجڻ سبب جبلن ۽ ٽڪرن تان پاڻي وهائي هيٺاهن پٽن يا ماٿرين تائين رسي، اُن وهڪري کي سنڌي ٻوليءَ ۾ ’نئن/ نئين‘ چئبو آهي. اڪثر نئيون بارش دوران ٿي چند ڪلاڪن بعد وهي چڪن ٿيون، پر جيڪي گهٽ لاهاندين تان گذرنديون آهن، سي بعضي ٻن چئن ڏينهن تائين پاڻي نيڪال ڪنديون رهن ٿيون. سنڌ ۾ نئن جو گهڻو تعداد ڪيرٿر جبل ۽ ان جي شاخن مان وهندو آهي، پر ڪجهه نئيون ڪارونجهر ۽ ڪن ٻين ٽڪرين تان به وهنديون آهن.

سنڌ ۾ وهندڙ ڪجهه اهم نئين جو الف ب وار ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

**آڏيگام جي نئن:** هيءَ نئن ڪارونجهر جي ننڍڙين ٽڪرين مان نڪري، ڏکڻ اولهه رخ ۾ هموار وهي ٿي. هيءَ نئن ننگرپارڪر شهر کان 9.5 ڪلوميٽر پري وهي ٿي. ڪارونجهر جبل مان نڪرندڙ ڪيتريون ٻيون نئيون هن نئن کي پرتي ڪن ٿيون. هيءَ نئن 10 ڪلوميٽرن جو پنڌ طئي ڪري رڻ ڪڇ جي پرواري ميدان (پڙچاپور) ۾ چوڙ ڪري ٿي.

**الڪهه/ الڪا نئن:** هن نئن جي شڪل انگريزيءَ جي اکر ’Z‘ وانگر آهي. هن نئن ۾ اتر کان هڪ ۽ اولهه کان ٻه جهرڻا وهي اچي هن سان گڏجن ٿا. تعلقي قمبر جي يونين ڪائونسل غيبي ديري ۾، حاجي مريءَ جي ٽڪري ۽ مقام، الڪهه نئن جي اتر ۾ واقع آهن. هن نئن تي اهو نالو ’الڪهه/ الڪي‘ نالي مڱڻهار تان پيو، جيڪو سنڌ جي مشهور ڏاتار ڄام لاکي ڦلاڻيءَ جي زال مهر راڻيءَ کي ڏاج ۾ مليو هو. هن نالي سان الڪ ۽ مهر راڻيءَ جو تاريخي قصو وابسته آهي.

**انگئي نئن:** کيرٿر جي جابلو سلسلي مان، برساتن جي مند ۾ وهي ايندڙ نئن ٺنڊي رحيم خان جي اترئين ميداني علائقي ۾ چوڙ ڪري ٿي. هن نئن تي به پوکي راهي ٿيندي آهي.

**اورنگي نئن:** اورنگي نئن دڙگ واري ٻُنيءَ مان وهي نڪري ٿي، جنهن ۾ ٻيا ننڍا ننڍا ڍورا به اچي شامل ٿين ٿا. هڪ رستو هاڻوڪي نارٿ ناظم آباد (ڪاري لڪيءَ) وٽان اورنگي نئن پار ڪري منگهي پير ۽ اورنگيءَ واري جابلو سلسلي کان لوهارڪي لنگهه ڏي وڃي ٿو ۽ ڪنهن زماني ۾ حب نئن ڏانهن ويندڙ ٻين رستن سان ملندو هو. اورنگي نئن برسات ۾ لياري، حب ۽ ملير نئن وانگر گهڻا ڏينهن وهڻ ڪري انهن گسن کان ايندڙ ماڻهو ٽوراڻ وٽان هن برساتي نئن کي اورانگهي (پار ڪري) ڪراچي بندر/ دڙبي ڏانهن ايندا هئا. انهيءَ اورانگهڻ واري جاءِ سبب هن نئن جو نالو ’اورانگهي‘ پيو، جيڪو بعد ۾ بگڙجي ’اورنگهي/ اورنگي‘ ٿي ويو.

**بارڻ نئن:** هي نئن ٽِڪي بارڻ کان ڪوهستان تعلقي ٿاڻي بولاخان جي حدن ۾ داخل ٿي ڊگهو فاصلو طئي ڪري ڄامشوري ضلعي ۾ ٿاڻي بولا خان تعلقي ۾ پهچي ٿي. ٿاڻي بولاخان جي اتر کان هلي ٿيندي ٻولهاڙي يونين ڪائونسل ۾ داخل ٿئي ٿي. هيءَ نئن ٻولهاڙيءَ کان ڪاري کهي ڳوٺ وٽ (لڳ ڪوٽڙي) درياهه ۾ پوي ٿي. هيءَ قديم ۽ تاريخي نئن آهي. ڪاري کهي ڳوٺ وٽان نياڻ مان وهي سنڌو درياهه ۾ چوڙ ڪندي آهي، نئن بارڻ جا ڪٽي ڪٽي ڪنب به آهن، جن ذريعي آبادي ٿئي ٿي ۽ اها زرعي آبادي ’نئن جي ڪنڍن‘ جي نالي سان سڏبي آهي. نئن جا ڦيرا ڪنڊون ناهيندا آهن، انهن بچايل ڪنڊن ۾ آبادي ٿيندي آهي. بارڻ نئن 17.24 م. م سراسري برسات پوڻ تي 490،936،880 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وهائي ايندي آهي، جنهن ڪري 2،817.59 چورس ڪلو ميٽرن جي ايراضي آباد ٿئي ٿي.

**ٻز نئن (تعلقو سيوهڻ):** بلوچيءَ ۾ ’ٻز‘ ٻڪريءَ کي چوندا آهن. ٻُز نئن نڙاني نئن کان ڊيگهه ۾ وڌيڪ آهي. هي نئن کير ٿر جبل مان نڪري ٿي. ان جي پاڻيءَ تي ڪيتريون ئي وسنديون آباد آهن. ٻز نئن جي ظاهري شڪل اوڀر اولهه ۾ انگريزي ٻوليءَ جي اکر ’Y‘ جهڙي آهي.

**بولان نئن:** نئن بولان 15 صدي عيسويءَ ۾ سبيءَ وٽان وهندي هئي. جنهن جي پاڻيءَ ۾ زهريلو مادو هوندو هو، ان جو پاڻي پيئڻ سان ماڻهو بيمار ٿي پوندا هئا ۽ ڪيترا مري به پوندا هئا. پر اڪبر بادشاهه جي دور ۾ هن نئن پنهنجو وهڪرو ڪن هنڌن تان بدلايو ۽ زهريلي پاڻيءَ جا ذريعا پري رهجي ويا. اڄ به انهيءَ پراڻي نئن جي پيٽ جا نشان سبيءَ ۽ ڊاڍر جي وچ تي موجود آهن. بولان نئن 50 ميل ڏکڻ ۾ ساراوان (بلوچستان) جي زمينن کي سيراب ڪندي هئي ۽ باقي بچيل پاڻي وچي منڇر ڍنڍ ۾ پوندو هو. بولان جو اهو وهڪرو 1932ع ۾ ايف.بي بند ٻڌجڻ تائين قائم رهيو. ان ڪانپوءِ به بولان نئن جو پاڻي وقت بوقت منڇر ڍنڍ تائين پهچندو رهي ٿو پراڻين تاريخي روايتن مان پتو پوي ٿو ته هيءَ نئن سبيءَ ۽ پاٽ جي وچ ۾، پاٽ (ضلعي دادوءَ) جي ڏکڻ تائين 200 ميلن جي ڊيگهه ۾ وهندي، درياهه ۾ چوڙ ڪندي هئي.

**ٻنڌڙي/ ٻنڌڻي نئن:** ٻنڌڙي/ ٻنڌڻي نئن سيوهڻ شهر کان اٽڪل چوڏهن ميل اتر طرف جهانگارن جي ڳوٺ تعلقي سيوهڻ پرسان وهي اچي منڇر ڍنڍ ۾ پوي ٿي. جهانگارن کان اٺ ميل ڪن مٿي جبلن جي ٻيڪڙ ۾ نئن تي تمام قديم بند جا نشان ملن ٿا. انهيءَ بند/ ٻنڌ جي ڪري هن نئن کي ٻنڌڙي/ٻنڌڻي سڏيو ويو. اها ٻنڌ ساڍا ٽي ميل ڊگهي هئي، ٻنڌ جو جيڪو حصو هن وقت سلامت بيٺو آهي، ان جي اوچائي ساڍا ڇاويهه فوٽ آهي. هن بند نهايت ڪاريگريءَ ۽ مضبوطيءَ سان ٻڌل آهي. پٿرن جي اوساريءَ سان خانا ٺاهي ، انهن ۾ بجري ۽ واري پري وئي آهي. بند جي ذريعي نئن جي پاڻيءَ کي روڪي، هٽرادو تلاءَ ٺاهي، ان مان واهه ڪڍي آبادي ڪئي ويندي هئي. مقامي ماڻهو هن ٻنڌ کي ’ڪافر بند‘ به ڪوٺين ٿا. هي ’Tank Irrigation‘ جو هڪ بهترين نمونو آهي. ٻنڌڻي نئن 139.7 م. م سراسري برسات پوڻ تي 7،270،267 ميٽر برسات جو پاڻي وهائي اچي ٿي، جنهن تي 520.42 چورس ڪلو ميٽرن جي ايراضي آباد ٿئي ٿي.

**ھوري نئن:** ھيءَ نئن پراڻي جاگير تعلقي قمبر ۾ آھي، جيڪا چانڊين جي سردارن جي بخشش دوران نواب سر غيبي خان جي زماني کان وٺي چانڊيا جاگير کان ڪٽيل آھي، ھيءَ نئن کيرٿر جبل کان ھلي سڌو ايف. پي بند لڳ ڳوٺ وٽ چوڙ ڪري ٿي. ھن نئن جي ذريعي آبادي ٿئي ٿي. ھوري نئن 114.3 م. م سراسري برسات پوڻ تي 48،575،823 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وھائيندي آھي، جنھن تي 427.61 چورس ڪلوميٽر ايراضي آباد ٿيندي آھي.

**ھولڙائي نئن:** ھيءَ نئن ڪارونجھر مان نڪري ٿي ۽ چتراسر نئن جي ٽن شاخن مان ھڪ شاخ آھي، جنھن تي راڻپور بند ٻڌو ويو آھي. ھيءَ نئن ننگرپارڪر شھر کان اٽڪل 8 ڪلوميٽر اوڀر ۾ آھي.

**ڀٽياڻي نئن:** ھيءَ نئن ڪارونجھر مان نڪري ٿي. ھن نئن تي اھو نالو ڪارونجھر جي ھڪ راڻي جي گھر واريءَ 'اُما ڀٽياڻيءَ' جي نالي پويان پيو، چون ٿا تہ اھا انتھائي ڏاھي عورت ھئي ۽ ڏاگھہ چڙھي ھئي. ھيءَ نئن ڪارونجھر جي گريناٽيٽ وارن پٿرن مان گجگوڙ ڪندي وھي ٿي ۽



جبل جي ھنج ۾ ويڪري ماٿريءَ جي شڪل اختيار ڪري ٿي. ان ڪانپوءِ ھيءَ نئن گوڙدرو نئن سان ملڻ ڪانپوءِ ڏونگري ۽ ڀيڙيئي ڳوٺن جي وچ مان ٿيندي، ڏھن ڪلوميٽرن جو سفر طئي ڪري چوڙ ڪري ٿي. ھيءَ نئن ڪارونجھر جي اترئين ۽ مرڪز واري تمام وسيع علائقي کي سيراب ڪري ٿي. جبل مان نڪرڻ ڪانپوءِ ھن نئن جو ڀيٽ 300 ميٽر ويڪرو ٿي پوندو آھي. ھن نئن تي 'ڀٽياڻي ڊئم' بہ جڙيل آھي. (وڌيڪ ڏسندا: ڀٽياڻي ڊئم، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٻيو)

**پرڳڙ نئن:** ھيءَ تعلقي خيرپورناٿن شاھ جي نئن آھي. ھن کي 'گھارو نئن' بہ چوندا آھن. ھن نئن جي ڏکڻ ۾ موريي بندلاڻي چانڊيي جو ڳوٺ آھي. ان ڪانسواءِ ماڙي ڳوٺ جون اڪثر زمينون ھن نئن جي پاڻيءَ تي آباد ٿينديون آھن.

**تڪي نئن :** ھيءَ نئن ڪاڇي جي ڏکڻ وارين نئن مان آھي، جيڪا تعلقي جوھيءَ مان وھي ايندي آھي ۽ ڪاڇي واري جھلي بند جي ويجھو ختم ٿئي ٿي. محقق عزيز ڪنگراڻيءَ جي لکڻ موجب نئن تُڪي، ياري فقير ريدار جي مزار وٽان ٿيندي، ميداني علائقي ۾ لھي ٿي. گورک توڙي الھندن جبلن مان نئن مھاڻي ۽ ٻيون وھي ايندڙ نئيون، تُڪيءَ کي پرين ٿيون. تُڪي نئن جو چوڙ شول نئن آھي. ھن نئن جو وھڪرو تمام تيز ھوندو آھي. ڪڏھن ڪڏھن سول نئن کي بہ زبردست وھڪري سبب عبور ڪري اپرندي وارا پٽ پريندي آھي. ھيءَ نئن آبادي بہ ڪرائيندي آھي.

**ٽڏو نئن:** ڄامشوري ضلعي جي مول واري علائقي مان وھي ايندڙ 'ٽڏو نئن' گنداڪيءَ کان پوءِ 'ديھہ حدر واھ' جي حدن وٽان ڪراچي ضلعي ۾ داخل ٿئي ٿي. ٽڏي نئن مان ھڪ ڇاڙھ (شاخ) ڪونڪر نالي سان الڳ ٿي، دُنبا ڳوٺ کان اڳ ۾ ٻيھر ٽڏي نئن سان ملي، ان جو حصو بڻجي ٿي وڃي. ھيءَ نئن 114.3م. م سراسري برسات پوڻ تي 17،428،464 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وھائيندي آھي، جنھن تي 152.48 چورس ڪلوميٽرن جي ايراضي آباد ٿيندي آھي.

**ٽُني نئن:** ھيءَ جاگير (غيبي ديري) جي مشھور نئن آھي. جبل مان نڪري جڏھن ٻاھر ميدان تي اچي ٿي، تہ خوبصورت منظر پيش ڪري ٿي. ھن نئن اندر ڪڏو يا ڪاھي ڪوٽڻ سان ستن اٺن فوٽن تي صاف شفاف ٿڌو پاڻي نڪري ٿو جنھن کي مقامي ماڻھو 'سِمڙو' چون (چو تہ اھو پاڻي جر مان تڪڙو سِمي سِمي گڏ ٿيندو آھي). اھو پاڻي ڪپي وڃي، تہ پنجن منٽن کان پوءِ وري اوترو ئي پاڻي سمي نڪري ٿو. ماڻھو ۽ مال ھتان پاڻي پيئندا آھن. ھن نئن جي ڏکڻ ۾ 'خاتون جي لڪي' آھي.

**ٽوپو چشمو:** ضلعي قنبر شھدادڪوٽ ۾ ڏاڙھياري جبل جي اولھہ ۾ ڪڙي تي واقع آھي. ھيءَ چشمو سڄو سال ھتان جي آباديءَ کي پاڻي رسائي ٿو. جنھنڪري چوڌاري ساوڪ اٿس. سائين ۽ سيتا نئن ھن چشمي کي پاڻي رسائين ٿيون.

**ٽپي ڍوري:** ضلعي قنبر شھدادڪوٽ ۾ واقع ھيءَ نئن ڪڪر لڪ جي پرسان ڏکڻ ۾ وھي ٿي. ھن ڍوريءَ جي ٻنھي ڪنارن سان ڪھوءَ جا وڻ گھڻا ٿين ٿا. روايت آھي تہ ڪنھن زماني ۾ ڍوريءَ جي پرسان ڪھوڻءَ جي ھڪ وڻ ھيٺان ڪنھن ماڻھوءَ کي زخمي ڪيو ويو. جنھنڪري ڍوريءَ تي ٽپي نالو پيو. جابلو ٻوليءَ ۾ ٽپي 'زخميءَ' کي چون. ھن ڍوريءَ جي اولھہ ۾ ٽاڪرو ۽ ڪجھہ پوٺا علائقا آھن. وسڪاري جي موسم ۾ چڱي آبادي ٿئي ٿي. ھيءَ ڍوري پري کان خوبصورت نظارو پيش ڪري ٿي.

**ٻيري نئن:** ھي نئن تعلقہ ڪوٽڙي ضلعي ڄامشوري ۾ وھي ٿي. ٻيري نئن 200.66 م. م سراسري برسات جو پاڻي پوڻ تي 82،104،052 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وھائي ايندي آھي، جنھن 409.17 چورس ڪلوميٽرن جي ايراضي آباد ڪندي آھي.

**جنجھو نئن:** ھيءَ نئن ڪارونجھر جبل مان، ننگرپارڪر شھر کان ڏکڻ ڏکڻ- اولھہ کان نڪري ٿي. ھيءَ نئن گھٽو ڪري آڏيگام نئن سان پوروچوٽ وھي ٿي. ھن ۾ ڪيترين ٻين نئيون اچي داخل ٿين ٿيون. ھيءَ نئن 12 ڪلوميٽرن جو پنڌ طئي ڪري رڻ ڪڇ جي پرواري ميدان ۾ چوڙ ڪري ٿي.

**جهانگرڪي نئن:** هيءَ ننڍڙي نئن، سيوهڻ تعلقي جي مشهور ڳوٺ جهانگارن وٽان وهي هلي ٿي. بدر ابڙو لکي ٿو ته نئن جهانگرڪي هڪ سرشتو آهي، جيڪو گبربند جي ٻئي ڇيڙي وٽان بڊي جبل جي وچ مان شروع ٿئي ٿو. هيءَ نئن برسات جي مند ۾ لڪيءَ وارن جبلن مان وهي ايندي آهي، ۽ جهانگارن وٽان منڇر ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. هن نئن تي ٿوري گهڻي آبادي ٿيندي آهي.

**بازو ڍوري:** ضلعي قنبر شهدادڪوٽ ۾ واقع هيءَ نئن ڪڪر لڪ جي اولهه ۾ ڳنڊوڳنڊ گذري ٿي. هيءَ ڍوري ڪڪر لڪ جي پيرن کان هڪ ٻانهن جيان گذري ٿي، جنهنڪري هن کي 'بازو ڍوري' چون ٿا. هن تي چڱي آبادي ٿئي ٿي.

**چتراسر نئن:** هيءَ نئن ڪارونجهر جبل جي اپرندن ڏونگرن جي وچ ۾ وڏي نئن آهي ۽ ننگرپارڪر شهر کان اوڀر طرف وهي ٿي. ٻولڙائي، فورگريٽرين ۽ مهرو ڪولهي نئيون ملي چتراسر نئن کي جنم ڏين ٿيون. اتر اولهه ۾ وهندڙ هن نئن جو وهڪرو سنئون سڌو ۽ تانگهو آهي، ڇيڙي وٽ اتر کان ڏکڻ ڏانهن مُڙي ٿي. هيءَ نئن اٽڪل 5.5 ڪلوميٽرن جو مفاصلو طئي ڪري راڻپور ڳوٺ جي سڌي ميدان ۾ وڃي ڇوڙ ڪري ٿي.

**چڪاري نئن:** ٿاڻي بولا خان جي شهر مول جي پرسان وهندڙ هيءَ نئن، نئن مول جي ڇاڙهه آهي، جيڪا نئن مول مان ڇڄي وهي ٿي. هن نئن جي ڪنڌيءَ پرسان ڪيترين ئي قديم گول قبرن جا آثار موجود آهن. هيءَ نئن برسات جي مند ۾ وهندي آهي.

**ڏڙٻ نئن:** هيءَ نئن ديهه جاگير-6، چڪ-8، يو سي غيبي ديري ۾ واقع آهي. هيءَ نئن ڪاڇي ۾ وڏي آبادي ڪرائيندي آهي. هن نئن جي پرسان جابلو ٽڪريءَ جي ڏاکڻي ڪنڌيءَ تي 'ڏڙٻ' جو مشهور مقام ۽ 'ٽوبي' ٽڪري واقع آهن. هيءَ نئن لاڪاڻي جبلن جا طوق پار ڪري بلوچستان جي ڪرو ڇڪوءَ کان برسات جي موسم ۾ پاڻي کڻي اچي ٿي، پانڌي گهاري، ڪڙهه ٻرڙا ۽ ٻين علائقن کي سيراب ڪري ٿي. چون ٿا ماضيءَ ۾ هي نئن پنهنجي تيز وهڪري سبب ڪيترائي ماڻهو لوڙهي ايندي هئي. تنهنڪري هن نئن جي پرسان ڪو به ڳوٺ آباد نه آهي. البت ڏاکڻي ڪنڌيءَ تي ٽڪرين مٿان مينهون خان چانڊيو ڏٽي ڏنو خان چانڊيو ۽ شهيد نظام الدين چانڊيو ڳوٺ آباد آهن.

**ڏلان نئن:** جاگير، تعلقي قمبر جي وڏين نئين مان هڪ آهي. هن نئن ۾ مختلف هنڌن تان نئن شهار، نئن ڪيهر جي، نئن راڌ، نئن سگهرو ۽ نئن سالاريءَ جو پاڻي پوي ٿو هن تي ڪاڇي جي تمام سلي زرعي آبادي ٿئي ٿي. هن جي اولهه ۾ 'سگهرو نئن' آهي.

**ڏوپا نئن:** هيءَ نئن ڪارونجهر مان نڪري، ننگرپارڪر شهر جي ڏکڻ طرف کان وهي اڳتي وڃي ڇوڙ ڪري ٿي. هن بيت ۾ پارڪريءَ ۾ هڪ بيت به آهي ته:

ڏوپا ويچي ڏار، پٽياڻي ڏوجهي پلي،
پاڻي ٽهون نه پار، اُرڙاٽا ڪري اُوتري!

**ڏيسوئي نئن:** هيءَ ڪوهستان تعلقي ٿاڻي بولا خان جي نئن آهي، جيڪا کيرٿر مان نڪري، ٿاڻي بولا خان شهر ۽ ڏماچ ڳوٺ وٽان ٿيندي، ٽڪ مڪان وٽ ختم ٿئي ٿي. ڪوهستان ۾ ٻيون ننڍيون ننڍيون نئيون گهڻي تعداد ۾ آهن. ڏيسوئي نئن 174.24 مربع ميل سراسري برسات پوڻ تي 654,153,53 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وهائي ايندي آهي، جنهنڪري هن نئن تي 305.06 چورس ڪلوميٽر اراضي آباد ٿيندي آهي.

**ڊرگهه نئن:** هيءَ نئن ٿاڻي بولا خان جي شهر مول، وٽان وهندڙ 'نئن مول' جي هڪ شاخ آهي، جنهن کي 'نئن ڊرگهه' چون ٿا. هن نئن جي ڪناري سان قديم دور جي چنسالي‌ءَ جا آثار ۽ ڪجهه پڙا ۽ چنسالي‌ءَ وارا پٿر ملن ٿا، قديم زماني جي گول قبرن جا نشان به ملن ٿا، جن مان شخاڻي ٻلي ۽ پبڙ ماڳ وڌيڪ مشهور آهن.

**ڍِڍر نئن:** هي نئن لاڪاڻي جبل مان نڪري ٿي ۽ برسات جي موسم ۾ جهججهو پاڻي کڻي اتر ڪاڇي جي اپرندي حصي کي آباد ڪري ٿي. ڍِڍر نالو اصل ۾ 'دهن درهه' جي بگڙيل صورت آهي. 'دهن درهه' نالي سان گندا واهه جي اولهه ۾ هڪ ماڳ پڻ آهي. ان لفظ جي معنيٰ آهي 'ماڻهوءَ جو منهن'. ڍِڍر نئن، تعلقي شهدادڪوٽ، جي ستين ۽ آخري آزاد نئن آهي. ان جي اولهه ۾ کير ٿر جابلو سلسلي جي هڪ مشهور چوٽي 'ڪڪريون' آهي. جاگير تعلقي قنبر جي هيءَ نئن سنگاس چانڊين جون زمينون آباد ڪري ٿي.

**سالاري نئن:** هيءَ نئن ضلعي دادوءَ جي تعلقي خيرپور ناٿن شاهه کان 20 ڪلوميٽر اولهه ۾ آهي. هيءَ نئن گاج نئن جي اتر ۾ تعلقي جوهيءَ جي ڪاري جبل مان نڪري ٿي. برسات جي مند ۾ ٻنا پرائيندي آهي. هن نئن تي ڪافي آبادي ٿيندي آهي. ڏسڻ ۾ هن نئن جو نظارو به گاج نئن جهڙو آهي. نئن سالاري هڪ پراڻي نئن آهي. حڪيم عبدالحميد چانڊيي لکيو آهي. هيءَ نئن سيني نئن جي ماءُ آهي. هن مان ڪيتريون ڇاڙهون ۽ نئيون نڪرن ٿيون. جيڪي تي لک ايڪڙ کن زمين آباد ڪرائين ٿيون. بعد ۾ اچي ايف- پي بند پرسان ڇوڙ ڪن ٿيون. ساڳيءَ طرح اهو پاڻي منڇر ڍنڍ ۾ پوي ٿو. منڇر ڍنڍ کان پوءِ اڙل ذريعي پاڻي وڃي سنڌونديءَ ۾ پوندو آهي. نئن سالاريءَ مان جيڪي نئيون ۽ ڇاڙهون نڪرن ٿيون، تن جو تفصيل هن طرح آهي: (1) نئن پرڳڙ، (2) سَڪَ نئن، (3) مير محمد جي ڇاڙهي، (4) لڏاڻن جي ڇاڙهي، (5) حملاڻن جي ڇاڙهي، (6) لغارين جي ڇاڙهي، (7) نئن بجاري، (8) عيداڻن جي ڇاڙهي، (9) مسواڻن جي ڇاڙهي، (10) ڦيراڻن جي ڇاڙهي ۽ (11) ٽل جون ڍوريون. مٿيون نئيون ۽ زمين چانڊين جي جاگير هئي. 1120هه/ 1708ع ۾ چانڊين جي سردار، سردار خان ولد سردار غيبي خان گهڻو حصو ميان يار محمد ڪلهوڙي کي ڏنو ۽ سالاري نئن واري زمين جو ڪجهه حصو لڏاڻي رئيسن جي وڏي ڏاڏي رئيس صوبدار خان گاڏهي لڏاڻيءَ کي ڏنو هئائين. هن نئن جي پيٽ ۾ ڪٿي ڪٿي ننڍا ننڍا ڪنب آهن، جن مان ماڻهو ۽ مال پاڻي پيئندو آهي. هيءَ نئن ڪيترن ئي

هنڌن تي وروڪڙ ڪائي وهي ٿي. ڪي وڪڙ 90 ڊگرين جا به آهن. اهڙن وڪڙن کي ڪُنڊ چون ٿا. اهڙيون ڪنڊون ڪوهستان ۾ ڪوڙ آهن. جيئن ڪزاڻي واري ڪنڊ، شيرو ڪنڊ، درباڻ ڪنڊ ۽ هيڙو ڪنڊ. هي نئن به ڳاج وانگر ٻارنهن ئي مهينا وهي ٿي. هن نئن جي پيٽ ۾ ڪيترائي ڪنب آهن، جن ڪري هتان جو پاڻي فصلن لاءِ استعمال ٿئي ٿو اهڙن ڪنبن ۾ ڪِني ڪنب، سرو ڪنب، شمون هود ڪنب، پري ڪنب، ڪزاني ڪنب، وڙو ڪنب، چاڪر ڪنب، نينگري ڪنب، نيلنگ ڪنب ۽ رحمي ڪنب مشهور آهن. هتي ڪيترا ڏورا به آهن. جيئن: تيري، ٻرڪي، سور چوهڙ، ڊڦڻ ڏوري، سهراب فقير واري ڏوري، مسو واري ڏوري، سيحون واري ڏوري، نيلنگ واري ڏوري، ڳوڪ لوپ، ڪِتي ٽانگو، تري چوٽي، ٻهڻ ڏوري، لاها ڏوري، گوهر لڪي ڏوري مشهور آهن. هن نئن جي ڪناري سان ڪيترائي قديم آثار به آهن. جن مان چاڙهه وارو ڏورو، ڪزاني واري بني، چٽي ڪوهه I، چٽي ڪوهه II، در واري ڏوري ۾ چنسالي وغيره.

**سائينءَ جي نئن:** هيءَ نئن، برسات ۾ ڏاڙهياري جبل جي اولهه پاسي ڪان شروع ٿي اتر- اوبر رُخ ۾ ڳڙڪات ڪندي هلي ٿي ۽ سونٽ وٽ جبلن مان نڪري ڪاڇي جي ان حصي ۾ پوي ٿي، جيڪو نقشي ۾ بلوچستان جو علائقو آهي. هن نئن ۾ ڪير ٽر جي چوٽيءَ تان ڪريل ڇپون پَريون پيون آهن. هن نئن جي ٻنهي ڪنڌين سان هنڌ هنڌ ڦٽل ۽ قديم آبادين جا نشان ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

**سگهرو نئن:** هيءَ نئن قمبر تعلقي جي ديهه 'مجاهڙ' ۽ 'ڊاڊ' ڪان علاوه جاگير جا ڪيترائي جابلو ۽ ڪاڇي جا علائقا آباد ڪري ٿي.هيءَ نئن شاهه گودڙئي جي مزار ڪان ٿي چار ڪلوميٽر اولهه ڪان گذري ٿي.

**سودراڻ نئن:** هيءَ نئن ڪارونجهر جبل مان نڪري ننگرپارڪر شهر ڪان ڏکڻ اولهه ۾ ڇهن ڪلوميٽرن جي فاصلي تي وهندي، 15 ڪلوميٽر مفاصلو طئي ڪري رڻ ڪڇ ۾ چوڙ ڪري ٿي.



**سوراچند نئن:** هيءَ نئن ڪارونجهر مان نڪري ٿي ۽ ننگرپارڪر شهر ڪان 5 ڪلوميٽر ڏکڻ اوبر مان وهي، منڊ ۾ ٻن ڪلوميٽرن تائين ڪاسبي واري نئن جي پوروچوٽ وهي ٿي، تنهن ڪانپوءِ اوبر طرف مُڙي وڃي رڻ ڪڇ ۾ چوڙ ڪري ٿي. هڪ ٻي نئن اتر اولهه ڪان اچي 12 ڪلوميٽرن جو فاصلو طئي ڪري، هن ۾ داخل ٿئي ٿي. هيءَ نئن رڻ جي آسپاس ۽ سوراچند ڳوٺ جي اتر مان لنگهي ٿي.

**سورهي نئن:** هي نئن تعلقي جوهيءَ ۾ ڳاج جي ڏکڻ وارين نئين مان هڪ آهي. وڏي ويڪري نئن آهي ۽ هن تي ڪافي آبادي ٿئي ٿي. هن نئن جو اصل نالو شوري آهي. جيئن ته هيءَ نئن شور ڪري وهندي آهي، ان ڪري شوري نئن نالو پيو اٿس. جڏهن اٿلي وهندي آهي، ته ٻنا لوڙهي ويندي آهي. هي نئن اتاهين جبل ڪان لهندي آهي، هن نئن جي پيٽ ۾ ڪيترا ننڍا ننڍا ڪنب آهن، جن ۾ مڇي مرندي آهي. هيءَ نئن 200.66 م. م سراسري برسات پوڻ تي 90،210،716 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وهائي ايندي آهي، جنهن سبب 449.57 چورس ڪلوميٽرن جي ايراضي آباد ڪندي آهي.

**سونگل ڏورو/ نئن:** سونگل نالي هڪ ڏورو سونگل ديهه مان گذري سهراب ڳوٺ لڳ بڪر گبول ڳوٺ وٽان لياريءَ ۾ چوڙ ڪري ٿو هن وقت مختلف رهائشي اسڪيمن ڪي زمين الاٽ ڪري هن ڏوري جي وجود ڪي ختم ڪيو پيو وڃي. سهراب ڳوٺ ڪان ابوالحسن اصفهاني روڊ تائين جيڪو پهريون ڏورو اچي ٿو اهو ئي 'سونگل ڏورو' آهي، جنهن جي ئي پيٽ ۾ ڪاهي هٽ تي ابوبڪر شيخاڻي ميمڻ ٻاڙا مارڪيٽ اڏي وئي آهي. اڳتي هڪ ٻيو ڏورو 'ڙي وارو ڏورو' (جيڪو هاڻي گٽر نالو بنجي ويو آهي) به سونگل علائقي مان اچي ليمي گبول ڳوٺ وٽ لياريءَ ۾ چوڙ ڪري ٿو.

**سيتا نئن:** هيءَ نئن، ديهه ڪوهستان جي سڀ ڪان مشهور نئن آهي ۽ پنهنجي وجود ۾ سوين وروڪڙ رکي ٿي. هر وڪڙ ۾ وڏيون جابلو ٽڪريون ۽ جبل اٿس، جيڪي ڪنهن نه ڪنهن نالي سان منسوب آهن. هيءَ نئن هڪ قدرتي ڦاٽ مان، ڏاڙهياري جبل ڪان لهي پينٽرو ۽ ڪڪر جبلن سان وراڪا ڏئي هلي 'ميري ڊنڊ' ۾ چوڙ ڪري ٿي.

هيءَ نئن ٻارهوئي وهندڙ آهي، جنهن تي جابلو ماڻهو آبادي ڪندا آهن. برساتن جي موسم ۾ هيءَ نئن خوبصورت ماڻرين مان نانگ وڪڙ ڪائيندي نظر ايندي آهي. هن جابلو نئن تي قديم آثارن ۽ ماڳن جي قدامت مان اندازو ٿئي ٿو ته هيءَ نئن 'ٻڌ' دور سان واسطو رکي ٿي، 'سيتا' ٿي سگهي ٿو ٻڌمت واري دور جي ڪا وڏي رتبي واري عورت هجي. مشهور ڌرمي داستان 'رامچندر ۽ سيتا' جو هن ڪردار سان ڪو سنٻنڌ آهي يا نه، اهو به تحقيق طلب آهي. هن نالي سان ديهه ڪوهستان ۾ 'سيتا جي ڏاٽ' جبل ۽ ڦٽل دڙو به آهن. ميهڙ ۽ ڏوڪري تعلقن ۾ به هن نالي سان پراڻا ڳوٺ ۽ پڊ واقع آهن.

دادو ضلعي ۾ 'سيتا' نالي سان ريلوي اسٽيشن به آهي، جيڪا هينئر 'رحماني نگر' جي نالي سان سڏجي ٿي. سيتا نئن 114.3 م. م سراسري برسات پوڻ تي 65،546،478 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وهائي ايندي آهي، جنهن تي 573.46 چورس ڪلو ميٽر ايراضي آباد ٿيندي آهي.

**سڪ نئِن:** هيءَ نئِن اصل ۾ گاج جو پراڻو وهڪرو آهي، جيڪو هاڻي سُڪي ويو آهي، ان ڪري هن کي سڪ نئِن سڏين ٿا. جڏهن گاج اپرندي طرف وهندي هئي ته سڪ واري هن سُڪل وهڪري سان وهندي هئي. تيرپت ٿيڻ سبب گاج جو وهڪرو تبديل ٿيو ته پراڻو وهڪرو به سُڪي ويو. هاڻي نئِن گاج جو اضافي پاڻي ۽ موسمي برسات جو پاڻي، جڏهن جبلن کان لهي ٿو ته هيءَ نئِن وهي هلندي آهي.

**سول نئِن:** هن کي 'شول نئِن' به چوندا آهن. گاج نئِن جي منهن پرسان جابلو علائقي مان برسات سبب وهي ايندي آهي. هن نئِن کي گاج جو وهڪرو به پرتو ڪري ٿو ۽ گاج ۽ سول گڏجي وهڻ شروع ڪن ٿيون. موجوده وقت ۾ نئِن سول جي قديم وهڪري کي 'گاج' چيو وڃي ٿو. برساتن جي مند ۾ گاج ۽ شول جو گڏيل وهڪرو ڏکڻ ۽ پوءِ ڏکڻ- اوڀر طرف وهندو منڇر ۾ چوڙ ڪري ٿو.

**شاڻهر نئِن:** نئِن شاهنر تعلقي قنبر- شهدادڪوٽ جي تعلقي غيبي ديري جي حدن اندر کيرٿر جابلو سلسلي ۾ آهي. هي نئِن ڏاڙهياري سلسلي جي ٽڪرين کان ٿيندي، اونهاڙ کن وٽ نئِن دلان سان ملي ٿي. هن ٿن ۾ هيون به کيتريون نيون، ڊورا ۽ ننڊا ننڊا وهڪرا ملي شاڻهر نئِن کي وڏي وهڪري جي صورت ۾ وهائين ٿا. هن سان ملندڙ نين ۾ نئِن کيهرجي، نئِن مکي، نئِن راڪ، نئِن سالاري ۽ نئِن سگري اهم آهن. شاڻهر نئِن جي ڪپ تي موجود 'ڪونڊي' نالي ڇپرن ۾ قديم چٽن جو سلسلو ملي ٿو جيڪو ٻڌائي ٿو ته هتي قديم زماني جي ماڻهن جي چڱي خاص آوند راوند هئي.

**ڦوڳڙياڻي نئِن:** هيءَ نئِن ڪارونجهر مان نڪري ٿي. 'ڦوڳڙي' ڪولهين جو هڪ پاڙو آهي، جنهن پنيان هن نئِن تي اهو نالو پيو آهي. هيءَ نئِن چتراسر جي ٻي شاخ آهي ۽ ڪنهن حد تائين ٻولڙائيءَ جي پوروچوٽ وهندي آهي. هيءَ نئِن ڏکڻ اوڀر رخ ۾ 1.5 ڪلوميٽر وهي ٿي تنهن ڪانپوءِ اوڀر رخ ۾ منو ڪلوميٽر ڪن وهي ٻولڙائيءَ نئِن سان گڏجي چتراسر سان ملي ٿي. هيءَ تمام ننڍڙي ۽ سوڙهي نئِن آهي.

**ڪاسٻي واري نئِن:** هيءَ نئِن ڪارونجهر جبل جي ڏکڻ ۽ ڏکڻ اوڀر مان، ننگرپارڪر شهر کان 4.5 ڪلوميٽرن مفاصلي تان نڪري ٿي. هيءَ نئِن ڏکڻ اوڀر رخ ۾ وهندي، ڳوٺ ڪاسٻي جي پرسان چوڙ ڪري ٿي.

**ڪڪڙاني نئِن:** هيءَ نئِن واهي پانڌيءَ (ضلعي دادو) کان اولهه ڏکڻ طرف، نئِن نريءَ کان ڏکڻ ۽ نئِن انگئيءَ کان اتر طرف آهي. هليلي نئِن جي ڏکڻ طرف ساڪر وارو علائقو ڪڪڙاني سڏبو آهي. هيءَ تراڪڙي ماٿري آهي. جنهن مان برساتي پاڻي جلد خارج ٿي ويندو آهي. نامور محقق بدر ابڙي موجب هن نئِن ۾ ڪي قديم ماڳ ۽ آثار به ڏٺا آهن.

**ڪلو ڪوهر نئِن:** هي تعلقي ٿاڻي بولاخان جي ننڍي نئِن آهي. هيءَ نئِن ڪوهستان جي کيرٿر جي جابلو سلسلي ڪان وهي، ڪلو ڪوهر وٽ پهچي ٿي. هيءَ نئِن به زرعي آبادي ڪرائي ٿي. سپرهاءِ وي ٽپي هُن پار ختم ٿئي ٿي. هيءَ نئِن 200.66 مر. مر سراسري برسات پوڻ تي 167،533،040 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وهائي ايندي آهي، جنهن سبب 834.91 چورس ڪلوميٽر ايراضي آباد ٿيندي آهي.

**ڪنڌ نئِن/ مهير ڍورو نئِن:** ڪنڌ نئِن واحد نئِن آهي، جيڪا اولهه کان اوڀر ۽ بعد ۾ اوڀر کان اتر طرف وهي ٿي. هي مهير جبل (ڪراچيءَ) جي پنيلڊي ۽ بکر ڳوٺن لڳ مهير جي اتر کان وهي، مهير ڳوٺ ۾ مني ڪانڙي وٽان هڪ ڍوري جي شڪل ۾ وهي ٿي. مهيرجبل تان وهي اچڻ ڪري هن کي 'مهير ڍورو' به چيو وڃي ٿو.ڳوٺ ٿوهر ڪانڙي لڳ مهير ڍورو اوچين چوٽين تان هيٺ لهي وڏو چڪر ڪاٽي اوپر پاسي وهڻ لڳي ٿو هتي ڍوري جو پيٽ وسيع آهي. هتي هڪ غار ۽ پپرجو وڻ آهي، جيڪو هندن جو قديم آستان آهي. ڍوري جي ڪناري تي کوهه به موجود آهي، جنهن مان مشين وسيلي پاڻي حاصل ڪري زراعت ڪئي ويندي آهي. مهير ڍورو اڳتي هلي سوڙهو ٿيندو وڃي ٿو جنهن جي ٻنهي پاسي مهيرجبل جون چوٽيون آهن. مهير ڍوري ۾ انهيءَ جاءِ تي ٻارهو پاڻي موجود هجي ٿو 'ميرڪي اتري' کان اڳتي هن ڍوري ۾ هڪ هنڌ پاڻيءَ جو وڏو ڪُن آهي.

**ڪورنگي نئِن:** ڪراچيءَ جي ديهه شرافيءَ جي پراڻي نقشي ۾ هڪ ونگي ڏنل آهي، جيڪا مليرنئِن مان پاڻي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪم ايندي هئي، اها ونگ شرافي ديهه ڪانپوءِ ڦهائيءَ مان ٿي ابراهيم حيدري ۽ علي اڪبر شاهه ڳوٺ وٽ سمنڊ ۾ چوڙ ڪندي هئي. هن جو هڪ حصو چڪري ڪانپوءِ ديهه ڊهه مان گذري، سمنڊ ۾ چوڙ ڪندو هو، جنهن تي



'ڪور ونگي' جو نالو پيو 'ڪور' بلوچي ۾ 'نئِن' کي چوندا آهن ۽ 'ونگي'، ڪسيءَ کي چئبو آهي. يعني: 'نئِن مان ڪڍيل/ ونگي/ ڪسي'. هيءَ نئِن بعد ۾ 'ڪورونگي' مان بگڙي 'ڪورنگي' ٿي وئي.

**ڪونڪر نئِن:** هي نئِن ديهه ٻولهاڙيءَ مان 'نئِن ٿڏيءَ' کان جدا ٿي، عثمان شاهه جي درگاهه ۽ ڪونڪر بس اسٽاپ تائين اچي ٿي. هن نئِن جي ڪري ٿي انهيءَ چوڙ واري علائقي جو نالو ڪونڪر پيو هيءَ ٻولهاڙيءَ مان ٿيندي اٽڪل 10 ڪلوميٽر وهي، وري نئِن ٿڏيءَ ۾ چوڙ ڪري ٿي. هيءَ ٿڏي نئِن جي پراڻي چاڙهه آهي. بلوچيءَ ۾ 'ڪوٽ ڪور' چيوٽي پراڻي نئِن کي ويندو آهي. ڪونڪر نئِن 185.42 مر. مر سراسري برسات جو پاڻي پوڻ تي 17،861،508 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وهائي ايندي آهي، جنهن سبب 96.33 چورس ڪلوميٽرن جي ايراضي آباد ڪندي آهي.

**ڪار نئن (ڪراچي):** هن نئن جي ويڪري پيٽ جي ڪنڌيءَ تي امام بخش ڳوٺ ٻڌل آهي. نئن جي اتر پاسي ڇڊا ڇاڊا وڻ ۽ ٻوٽا، حب جي ڪنڌيءَ تائين ڦهليل آهن. اوپر ڪان جبلن جو هڪ سلسلو آهي، جنهن کي اوڀر ڏکڻ ڪان ايندڙ ڪار نئن ٻه اڌ ڪري، انهن جي وچان لنگهي حب ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. جبلن جي انهيءَ اڌ ٿيل سلسلي ۾ ڪار نئن جي هڪ پاسي هڪ اوچو جبل ۽ ٻئي پاسي هڪ ٻيو موڪرو جبل ڳاٽ اوچو ڪري هڪ ٻئي جي مقابلي ۾ بيٺل نظر ايندا آهن. جن مان هڪ کي 'مري'، ٻئي کي 'مگ تڙ' چيو ويجي ٿو. جنهن جبل ڪان ڪار نئن گذري امام بخش ڳوٺ لڳ ڪنڊ ويندڙ رستي سان ملي ٿي، اتان مختلف ٽڪرين مان وهندڙ ڍورا نڪرن ٿا. جيڪي مراد بروهي ۽ عثمان ٽڪري ڳوٺ ڪان پوءِ لياري نئن ۾ تبديل ٿين ٿا. جيئن اڳتي ڪنڊ ڏانهن وڃبو ته هڪ پاسي جابلو سلسلو ۽ ٻئي پاسي ڪجھ فاصلي تي حب ندي آهي ۽ رستي ۾ ايندڙ ڪار ۽ ٻيا ڍورا ۽ ڍوريون آهن. ڪار ۾ زمين ڪٽي ڪٽي ڪلراٺي آهي. هن نئن جي ڪيچمنٽ ايريا 215 م. م برسات پوڻ تي 361.00 چورس ڪلوميٽر آهي.

**ڪاروڙي جي نئن:** هيءَ نئن ڪارونجهر جبل جي اولھ مان نڪري ٿي. جبل جي هنج مان ٿيندي اٽڪل 10 ڪلوميٽرن جو فاصلو طئي ڪري مونڊري ۽ ڪاروڙي جي وچ مان اتر اولھ جي رُخ ۾ وهندي رڻ ڪڇ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي.

**ڪرغائي نئن:** شهدادڪوٽ تعلقي جي حدن ۾ هيءَ نئن مڙدان نئن جي ڏکڻ طرف واقع آهي. اها اولھ ڪان شروع ٿي اوڀر طرف ۽ وري اتر طرف ۽ آخر ۾ اوڀر ڏانهن رخ ڪري ٿي. ڏيگھ توڙي ويڪر ۾ نڙاني نئن ڪان ننڍي آهي. وسڪاري جي وقت پرجي وهڻ لڳندي آهي.

**ڪڙپي نئن 1:** هيءَ نئن، نئن گاج جي اتر ۾ جوهي تعلقي ۾ آهي. ڪڙپي نئن اوڀر طرف وهي ڪاڇي واري بند وٽ ختم ٿئي ٿي. ڇگو حصو زمين جو آباد ڪرائيندي آهي. ڪڙپي جي پيٽ ۾ ننڍا ننڍا درجن ڪن ڪنب آهن، جن جو پاڻي پيئڻ جهڙو آهي. ڪڙپي نئن ۾ مڇي جام مرندي آهي. هيءَ نئن پراڻي نئن آهي، مقامي ماڻهن جو چوڻ آهي ته ڪڙپي نئن کي اڳئين زماني ۾ 'راڌڪ نئن' به چوندا هئا.

**ڪڙپي نئن 2:** هن نئن ۾ ننڍيون ڍوريون، ڪڏون ۽ ڪوٻا عام جام آهن. تنهنڪري هن کي 'ڪڙپي نئن' چيو ويجي ٿو ڪاڇي جي ڪنڌيءَ تي هن نئن تي سٺي آبادي ٿيندي آهي. 'نئن مخي' ۽ هيءَ 'نئن ڪڙپي' چانڊين جي جاگير ايريا ۾ هيون. جيڪي پوءِ چانڊين جي سردار غيبي خان چانڊئي، ميان نصير محمد ڪلهوڙي کي نذراني طور ڏنيون ۽ هنن ٻنهي نئين جي پر ۾ تقريباً هڪ لک ايڪڙ تي مشتمل زرعي زمين آهي.

**ڪنڌاڻي نئن:** ڪڪڙاني واري علائقي (تعلقو جوهي) پرسان ڪنڌاڻي نالي ڳوٺ ۽ علائقو آهي. هيءَ نئن ڪيرٿر جي جابلو سلسلي مان وهي، هن علائقي ۾ اچي ٿي. هيءَ نئن به منڇر ۾ ڇوڙ ڪندي آهي.

**ڪينجھي وهندڙي نئن:** هيءَ نئن، لاڪاني جابلو سلسلي ڪان نڪري ٿي، جيڪا غيبي ديري جي اترئين علائقي کي سيراب ڪندي سارو ھ ڍنڍ ۾ ڀوي ٿي. هن تي به تمام سٺي آبادي ٿئي ٿي. هن نئن تي چانڊين، ٻرڙن ۽ گانئچن جون زمينون آباد ٿين ٿيون. هيءَ نئن برسات جي موسم ۾ گهڻي مقدار ۾ پاڻي ڪٽي اچي هتان جي وڏي علائقي کي سيراب ڪري ٿي. مٿين جابلو ۽ قدرتي پاڻيءَ جي وهڪرن کي جيڪڏهن هٿرادو طريقن سان ننڍين ننڍين ڊئمن ۾ گڏ ڪيو وڃي ته هڪ طرف جابلو علائقن ۾ رهندڙ لکين انساني آباديءَ کي زرعي مقصد لاءِ پاڻي با آساني ملي سگهي ٿو. هيءَ نئن ڪيرٿر جي اوڀر ڪان نڪرندڙ ڀهرين وڏي نئن آهي. جيڪا ڏکڻ ۾ مچل يا تشانگي وٽان شروع ٿئي ٿي. هيءَ نئن 5250 فوٽن جو اوچائيءَ ڪان لهي ٿي، نامور انگريز محقق ايچ. ٽي لئمبرڪ هن نئن ڪان متاثر ٿي مٿس "دي گريٽ ڪينيان آف سنڌ" (The Great Canyon of Sindh) نالو رکيو. هيءَ نئن اٽڪل 50 ڪلوميٽرن جو سفر ڪري غيبي ديري پرسان سارو ڍنڍ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. ڪينجھي نئن 114.3 م. م سراسري برسات پوڻ تي 59،863،482 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وهائي ايندي آهي، جنهن سبب 523.74 چورس ڪلوميٽرن جي ايراضي آباد ڪندي آهي. هن نئن جي ڪاٻي ڪپ تي دارا جو ڪوٽ ۽ دارا جو لڪ مشهور آهن. دارا جي ڪوٽ جا صرف نشان ۽ ڪجھ ٺڪراٺو ملي ٿو.

**گاج نئن:** خضدار ڪان مٿي، اتر اولھ ۾ سليمان جبل جون ڪي شاخون، ناگي جبل، بروهي جبل ۽ هربوئي جبل جي نالي سان وچ بلوچستان ۾ واقع آهن. انهن قطارن وارو خطو مجموعي طرح سمنڊ جي سطح ڪان ڇھ هزار فوٽ مٿي آهي. انهن جبلن جي قطارن مان هيٺيون مکيه نئيون يا نديون ڦٽي نڪرن ٿيون.

### نئن مولا، نئن ڪولاچي ۽ نئن نال



نئن ڪولاچي، هربوئي جبل مان نڪري، ور وڪڙ ۽ وٽ سٽ ڪائيندي، ڪيرٿر جبل مان لنگهي جوهي تعلقي جو ڪاڇو لتاڙي، هن وقت منڇر ڍنڍ ۾ ڪِري ٿي. سنڌ ڪان ٻاهر هن کي 'ڪولاچي نئن'، جڏهن ته سنڌ ۾ داخل ٿيڻ کانپوءِ هن کي 'گاج نئن' سڏيو وڃي ٿو

 سنڌ جون نئيون

نئن گاج/ ڪولاچي اٽڪل هڪ سئو سٺ ميلن جو سفر پورو ڪري ٿي. سنڌ ۾ ان جو سفر فقط 50 ميل ٿيندو. ڊرگهه بالا کان هيٺ هيءَ نئن ٻن ٽن ڦاڪن يا ڇانگن ۾ ڇڄي وهي ٿي. انهن مان مکيه وهڪري کي 'نئن شول' سڏين ٿا. ڪنهن سمي، نئن گاج جو هڪ وهڪرو کيرٿر جبل جي اولهه ۾ وهندو هو. حب نديءَ جي اوڀر ۾ هيٺ ڏکڻ طرف هن نئن جي ان پراڻي وهڪري جا نشان ڪٿي ڪٿي ملن ٿا. اهو وهڪرو سنڌ ساگر يعني 'ايريٿين سي' ۾ چوڙ ڪندو هو جتي هڪ وڏو ڪن ٺاهيندو هو جنهن کي 'ڪلاچيءَ جو ڪن' سڏيندا هئا. اڄ ڪلاچيءَ جي ڪُن واري ماڳ جو نالو ڪراچي آهي ۽ سنڌ ساگر/ 'ايريٿين سي'، 'عربي سمنڊ' جي نالي سان سڏجي ٿو 'نئن ڪولاچي'، سنڌ ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ بلوچستان صوبي جي پٽ ڏاڙ ۽ جمورو ماٿرين مان لنگهي ٿي. اهي ٻئي ماٿريون تمام سرسبز شاداب آهن. سنڌ ۾ داخل ٿيڻ سان 'نئن ڪولاچيءَ' جو نالو مٽجي 'نئن گاج' ٿئي ٿو نئن گاج، تعلقي جوهي ۾ ڪَڪَڙ جي ميلاپ واري هنڌ وٽ سنڌ ۾ داخل ٿئي ٿي. اتي ڪيرٿر جبل ٻن ڀاڱن، اتر ڪيرٿر ۽ ڏکڻ ڪيرٿر ۾ ورهائجي وڃي ٿو.

گاج جي پاڻيءَ ورڇ جو عاليشان ۽ وسيع نظام (Fan) آهي، اهڙو نظام سنڌ ۾ ڪنهن ٻيءَ نئن جو نه آهي. گاج جنهن هنڌ وٽان سنڌ ۾ داخل ٿئي ٿي، ان کي 'تنڪ' (تنگ= پاڻيءَ جي سوڙهي گذرگاهه) چون ٿا. نئن اتي ڪجهه آبشار ٺاهي ٿي. گاج جي لنگهه وٽ ڪيرٿر جي ڇُن پٿر ۾ ڏرڙ آهي، جنهن جا پاسا اُڀا آهن ۽ اهو وڏين ڇپن سان رنڊيل هئڻ ڪري لنگهه لائق نه رهيو آهي. ان ڏرڙ جي ٻنهي پاسن کان جبل ٽي لَڪ آهن.

ميان نصير محمد ڪلهوڙي 'گاج نئن' جي اهميت کي محسوس ڪندي، راڄي ليکيءَ کي نئن جو پاڻي زرعي آباديءَ لاءِ استعمال ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو راڄي ليکيءَ. گاج ٻنگلن کان اتر طرف پنهنجي نالي سان هڪ ڳوٺ ٻڌو، جيڪو اڄ به 'راڄي ديري' جي نالي سان مشهور آهي. نئن گاج جيئن ئي ڪيرٿر پهاڙي سلسلي مان لهي ٿي، ان جو آواز راڄي ديري ۾ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو گاج ٻنگلن تائين پاڻيءَ کي پهچڻ لاءِ ٽن کان چار ڪلاڪ وقت لڳي ٿو گاج نئن جي پاڻيءَ تي ٺهيا ٺليا واهه چاڪر ڪوٽ، جادو واهه، جمالي واهه، صوبدار واهه پاڻي ڪٽندا آهن، جيڪو پاڻي زرعي مقصدن لاءِ استعمال ٿيندو آهي. ان کان ٻيءَ نئن جو هڪ وڏو وهڪرو پٽ گل محمد ۽ شادڻ ڳوٺ جي وچ مان گذرندو هو جيڪو اڄڪلهه 'سُڪي نئن' جي نالي سان سڏجي ٿو هي وهڪرو ٽڙڙي جادو شهيد کان ٿيندو مٽين ڦلجي ۽ هيلين ڦلجيءَ جي ڀرسان گذرندو، پاٽ وٽان سنڌو درياهه ۾ پوندو هو هن وهڪري تي پاڻيءَ کي زرعي آباديءَ لاءِ استعمال ڪبو هو مختلف هنڌن تي گنڊا ٻڌي پاڻيءَ کي واهن رستي آباديءَ لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو هن وهڪري تي ولي محمد جو گنڊيو اڄ به مشهور آهي، جتان ٽي چار واهه نڪرن ٿا. هن وهڪري تي جوهي تعلقي جي سترهن ديهن جي زمين آباد ٿيندي آهي. نئن جو هڪ ٻيو وهڪرو راڄي ديري جي اوڀر کان وهندو هو جيڪو وهڪرو ٻگ ٻرڙا تائين زمين آباد ڪندو هو هن وهڪري سان برسات جو پاڻي ايندو هو جنهن تي لڳ ڀڳ ستن ديهن جي زمين آباد ٿيندي آهي. ان طرح ڪلهوڙن جي دور ۾ برساتن وسيلي سڄو ڪاڇو آباد ٿيندو هو.



ان دور ۾ ميان نصير محمد جي سربراهيءَ ۾ سندس فقير برسات جي پاڻيءَ کي 60 سيڪڙو زرعي مقصدن لاءِ استعمال ڪندا هئا. انگريزن جڏهن سکر بئراج تعمير ڪرايو ۽ ڪئنال کڏيا ته نئن گاج جو تيز پاڻي، جوهي ڪئنال ۾ لوڙهيو ويندو هو جنهن جي بچاءَ لاءِ جوهي ڪئنال جي اولهه ۾ 'فلڊ پروٽيڪشن بند' (FPB) تعمير ڪرايو ويو. مگر اهو بند گاج نئن جي سٽ سهي نه سگهيو ان ڪري گاج ٻنگلن وٽ گاج ڊائورشن (Diversion) بند ٺهرايو ويو گاج جي پاڻيءَ کي سول واهه جي وهڪرن مان منڇر ڍانهن اماڻيو ويو جيڪو واهه اڄڪلهه سول نئن جي نالي سان سڏجي ٿو گاج ٻنگلن وٽ ان بند کي آباديءَ لاءِ موريون ڏنيون ويون، جيڪي اڄ به موجود آهن. هن نظام ذريعي نئن گاج جي پاڻيءَ جو 30 سيڪڙو زرعي مقصدن لاءِ استعمال ڪري سگهبو هو. اڄڪلهه مشڪل سان نئن گاج جو ٻه سيڪڙو پاڻي زرعي مقصدن لاءِ استعمال ٿئي ٿو نئن گاج جي پيٽ ۾ 'ٽِڪَ ڪُنب' ۽ 'زهرڳٽي' سميت ٻيا ڪيترائي ڪنب آهن، جن ۾ مڇي جام مرندي آهي.

انگريزن، گاج نئن ۽ ان جي پاڻيءَ تي خاص ڌيان ڏنو. هنن گاج نئن تي ٻنگلا ٺهرايا، جيڪي گاج جي نظرداري ڪرڻ کان سواءِ تفريح جو مرڪز هئا. انگريزن ٻنگلا ٺهرائڻ بعد گاج نئن جي اوڀر واري ڪپ تي بند ٻڌرايو ڪين هڪ ٻن سالن ۾ تجربو ٿيو ته ڳوٺ راڄي ديري سامهون بند گهٽيءَ برسات پوڻ ڪري ٽٽي پوي ٿو. ان ڪري ان جاءِ تي پٿر ۽ شيهي جي پٽ ڏني وئي. گاج نئن ۾ ٿورو گهڻو پاڻي دائمي رهي ٿو هن نئن ۾ مڇي به مرندي آهي، جنهن ۾ ڪرڙي جهڙي مڇيءَ کي 'ڪرو' چوندا آهن. ٻي اهم مڇي مهاشير آهي، وڏي ڪڳي کان سواءِ به ڪي مڇيون نئن گاج جي پاڻيءَ مان ماريون وينديون آهن.

**گاجڻ نئن:** جبلن جي ڪڇ ۾ ڪيئي نئيون، نالا، ڍورا، ڪنب، ڪندون، واهيون، ڇپي ڇپي تي پکڙيل آهن. گاجڻ نئن هڪ واهيءَ مثال آهي، جيڪا برسات جي مند ۾ ڪاڇي ۾ آبادي ڪرائيندي آهي. هيءَ نئن راڄي ديري جي پرسان تعلقي جوهيءَ ۾ آهي.

**گوربندي:** سيتا نئن مان پاڻيءَ جي مناسب نيڪال لاءِ هڪ هڏل بند، جيڪو ضلعي قنبر شهدادڪوٽ ۾ واقع آهي. جابلو ٻوليءَ ۾ چڙواڳ پاڻي يا جانور کي 'گور' چون ٿا. هيءَ سيتا نئن جي سڄي ڪنڌيءَ کان سئو فوٽ ڪن بلنديءَ تي 'پينٽري جبل' جي ٽڪريءَ تي واقع آهي. پينٽري جبل جي چوٽين تي ڏکڻ کان آهستي آهستي مٿي چڙهندي ويندي آهي. هن جي شروعاتي اوچائي ٽي چار فوٽ آهي، جا وچ تي 20-30 فوٽ تي وڃي ٿي، پر ڪٿي ان جي اوچائي 40 فوٽن تائين به پهچي ٿي. هن جي ديوار ۾ ننڍڙن ۽ سنهڙن پٿرن سان گڏ وڏيون ڇپون به ڪٽب آيل آهن. جن ۾ گهڙيل ۽ اڻ گهڙيل پٿر به شامل آهن. هي ڪيرٿر جي وڏي ۾ وڏي گوربندي 1861ع ڌاري انگريزن ٺاهي.

**گوڙدرو نئن:** هيءَ نئن ڪارونجهر مان نڪري ٿي ۽ اٽڪل سوا ڪلوميٽر طئي ڪري 'ڀٽياڻي نئن' سان اچي ملي ٿي. هن نئن سان



ساڙدري ويجهو گوڙدري نديءَ جو هڪ ڏيک

لڳولڳ هڪ ننڍي چاڙهه پڻ وهي ٿي. گوڙدرو هن علائقي جي سڀ کان وڏي نئن آهي. هيءَ نئن جڳهي علائقي کي سيراب ڪري ٿي. هيءَ نئن، ڀٽياڻيءَ سان گڏجڻ کانپوءِ 10 ڪلوميٽر اڳتي وڃي هڪ زرخيز لهواري ميدان ۾ چوڙ ڪري ٿي.

**گجهڙو ڍورو/ نئن:** گجهڙو ڍورو ٻبراڻي (نيو ڪراچي) کان وهي اچي لسٻيلي کان اڳ لياريءَ ۾ چوڙ ڪري ٿو گجهڙي ڍوري جي ڪري هن علائقي جو نالو 'گجهڙو' پيو. گجهڙي نئن، گهاري، ملير ٿاڻي بولاخان، گڏاپ، درساڻي چني، موئيداڻ، ڏربجي، شورينگ ڪنڊ، سورجاڻي، مهير ڪان بندر ڏانهن اينداڙ گسن جي مرڪز ۾ هئڻ ڪري هميشه اهميت وارو علائقو رهيو آهي. لياري نديءَ جو گهڻو حصو هن ديهه جي وچان گذرڻ ڪري، ان جا ٻئي ڪپ زرعي طرح آباد هئا. 'گجهڙي' جي لفظي معنيٰ آهي: 'لڪل، گجهو'. گجهڙي ڍوري/نئن جي ڪري ديهه جو نالو به گجهڙو پيو. اڳتي هيو ڍورو اچي ٿو جيڪو ساڄي هٿ تي ڍوري جي ڪپ تي هوندو هو اُن ڍوري کي "ڙهي وارو ڍورو" چيو وڃي ٿو (ڏسو: ڪراچي سنڌ جي مارئي، چاڀو ڀهريون)

**گيريلو نئن:** هي نئن يونين ڪائونسل غيبي ديري، تعلقي قمبر ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ ۾ چانڊين جي جاگير جي زمين کي آباد ڪري ٿي. هيءَ ڪيرٿر مان برسات دوران اينداڙ نئن ۾ مشهور نئن آهي. هن نئن جي ڪنڌين تي 'ڪرڪ واري' آهي، جنهن کي پار ڪرڻ ڏکيو آهي.

**گهارو نئن:** ڪنهن زماني ۾ سنڌو درياهه جو هڪ وهڪرو پنيور کان ٽيندو ابراهيم حيدريءَ لڳ سمنڊ ۾ چوڙ ڪندو هو جنهن کي پنيور لڳ گهارو نئن/گهارو ڦاٽ چيو ويندو هو ان جي ڪپ تي ابراهيم حيدري ڳوٺ، ريڙهي ڳوٺ (ريڙهي مياڻ)، ديبل، پنيور، رتوڪوٽ ۽ ٻيا ڳوٺ آباد هئا.

**گهرٽياري نئن:** هيءَ نئن ڪارونجهر مان نڪري ٿي. 'گهرٽي' جنڊ يا اٽي پيهڻ واري چڪيءَ کي چوندا آهن. اڳاٽي وقت ۾ هن نئن جي ڪپ تي جنڊ پيٺا ويندا هئا، جن جو آواز ڏور کان ٻُڌڻ ۾ ايندو هو، تنهنڪري هن نئن کي 'گهرٽياري' سڏيو ويو. هيءَ نئن ننگرپارڪر شهر کان اٽڪل 3.5 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي وهي ٿي ۽ ٻن ڪلوميٽرن تائين وهڻ کانپوءِ، وي نالي سان ملي ٿي ۽ ساڄي رخ ۾ ٻن ڪلوميٽرن تائين وهي ٿي. تنهن کانپوءِ اوڀر طرف مُڙي ٿي ۽ 2.5 ڪلوميٽرن جو مفاصلو طئي ڪري ڪيترين ئي چاڙهن ۾ ورهائجي اڳتي هلي سنئين پٽ ۾ چوڙ ڪري ٿي.

**لٽ نئن:** گڏاپ ڏانهن ايندي ڪوهستان جي علائقي ۾ ديهه لٽ ڪرمتياڻي آهي. هن نئن جي پيٽ ۾ ڪرمتين جو پراڻو قبرستان آهي، ملير ۾ جيڪي 'لنيگ ڪلمتي' رهن ٿا، تن کي لٽ نئن جي ڪپ تي رهڻ ڪري 'لنيگ' يا 'لٽ وارا' چيو وڃي ٿو. گنڊاڪيءَ جي جبلن کان وهي اينداڙ مينڊياري ڍورو، ديهه ڪرمتياڻي ۽ ديهه گڏاپ کي الڳ ڪري اڳتي لٽ ڪرمتياڻي نئن جو حصو ٿئي ٿو. 'اڪين واري ڍوري' من جبل کان وهي اچي ٽڏي نئن ۾ چوڙ ڪري ٿي. هتي ئي ٽڏي نئن جي ڪپ تي 'مور مرادين' وارو تاريخي قبرستان آهي. جنهن ۾ 30 کان مٿي گهاڙي قبرون آهن. جنهن سان لڳ 'گنڊا ڪيءَ' وارو ڍورو آهي، ٻئي پاسي "ڪهيريءَ وارو ڍورو" آهي. جيڪو خرمريون ٻنيءَ مان وهي ٽڏيءَ ۾ چوڙ ڪري ٿو ٽڏي ۽ هن جاءِ تي ميلن تائين صاف ۽ شفاف پاڻي ساوڻي جي برسات کي پوءِ وهندو آهي ۽ ڪن جاين تي ڪُن ۽ ڪلڻ ۾ ٻارنهن مهينا پاڻي موجود هوندو آهي. هتي ٽڏي نئن ۾ 'گنڊاڪي وارو ڪُن' ڪراچيءَ جي حدن ۾ حيات گوندر ڳوٺ کان ٻيءَ 'ٻڏڪي وارو ڪن' ۽ 'جامڙي وارو ڪن' مشهور آهي. ٻولهاڙيءَ واري ڍوري، ڪرڪٽي ڍوري ۽ ٽڏي نئن جي ڪپ تي زراعت به ٿئي ٿي. ديهه ڪائوڙ ۾ 'گوهريان' تاريخي ماڳ آهي، جيڪو 'گوهر جتڻي' جي نالي سان آهي. مول نئن به هتان گذري جڏهن ملير ۾ داخل ٿئي ٿي ته ان کي

ملير نئن چيو وڃي ٿو. مول جو اهو حصو اوچين ڀهاڙن، وهندڙ صاف ۽ شفاف پاڻيءَ جي ڪري وڻندڙ آهي. ديهه لنگهيجي ۾ ڏٽي نئن جي ڪپ تي گهاڙي قبرستان آهي، جنهن کي 'روميون' ۽ ڪلمتين جون قبرون چيو وڃي ٿو.

**لنگهيجي نئن:** 'لنگهيجي ڊورو' مختلف جابلو سلسلن مان وهي سپرهاءِ وي کي ناگوري سوسائٽيءَ (ڪراچيءَ) وٽان پار ڪري، ملير نئن ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. سپر هاءِ وي ڪانپوءِ ديهه بازار مان گذرڻ ڪري هن کي 'بازار نئن' به چوندا آهن.

**لوياچ نئن:** ضلعي ڄامشوري جي ڪاري جبل جي ڪڇ مان برسات جو پاڻي ڊورن جي صورت ۾ وهي سپرهاءِ وي کان وٺي ڪلو ڪوهر ۽ نوري آباد جي پٽن مان ٿيندو، ڪوهستان کان ايندڙ 'نئن لوياچ' ۾ پوندو آهي ته هڪ چڱي موچاري نئن وهي هلندي آهي. هيءَ نئن ضلعي ٺٽي ۾ ڪوهستان جي 'آچٽي مڪان' وٽان ٿيندي، اچي ڪينجهر ۾ ڇوڙ ڪندي آهي. هن نئن جو وهڪرو 32 ڪلو ميٽر في ڪلاڪ آهي، جيڪو سنڌو درياهه کان به تيز آهي. هن وقت 'نئن لوياچ' تي تمام گهڻا ٽيوب ويل لڳل آهن، جن تي ڪافي زرعي آبادي ٿئي ٿي. برساتن ۾ هيءَ نئن موج ۾ اچي آسپاس ٻوڏ آڻيندي آهي. 1981ع ۾ نئن لوياچ، جهمپير کان الهندي طرف کان ڦاٽ ڪاڊو ۽ جبل ٽوڙي جهمپير شهر ۾ ڪاهي پئي ۽ آسپاس جا ڳوٺ لوڙهي وئي. اهو ڪوهستان جي تاريخ ۾ خطرناڪ ٻوڏ جو واقعو هو. جڏهن هيءَ نئن ڪينجهر جي نيري پاڻيءَ ۾ داخل ٿيندي آهي ته سنڌس ميرانجهڙو پاڻي پري تائين عجيب منظر پيش ڪندو آهي. هيءَ ڪوهستان جي وڏين نئين مان هڪ آهي.

**لياري نئن:** ڪراچي شهر جي وچان گذرندڙ لياري نئن برساتي نئن آهي. گڏاپ جي علائقي، کيرٿر لڪ جي جابلو علائقي (حب ڊيم جي ڏکڻ اولهه) ۽ اوپڪاڻيءَ جي ٽڪرين مان وهي اچي سهراب ڳوٺ وٽان گذري،




هاٽوڪي آگرا تاج ڪالوني (جتي ورهاڱي کان اڳ هندن جو مساڻ هو) لڳ سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. لياري نئن جي ڪري ڪراچيءَ جي هن قديم علائقي جو نالو 'لياري' پيو آهي. لياريءَ نالي پڻ برساتي نديون موجود آهن.

لياري نئن، لي مارڪيٽ جي اتر پاسي شيدي وليج جي ڪناري کان ٿيندي، ڪڏي تائين وهي، سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندي هئي. 1729ع ۾ پوڄي مل ۽ سندس سائين ڀاران جوڙايل 'ڪراچي ڪوٽ' جو 'مٺو در' لياريءَ پاسي کُلندو هو ڇاڪاڻ ته اُنهن ڏينهن ۾ هتي صاف ۽ شفاف پاڻي وهندو هو ۽ پيئڻ جي پاڻيءَ جا کوهه هئا. جن جي ڪري هن در جو نالو 'مٺو در' رکيو ويو هو. ڪوٽ ٺهڻ کان پوءِ لياري نئن انهيءَ ديوار جي ڪنارن کان وهي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندي هئي. انگريزن جي قبضي کان پوءِ ٻوڏن جي بچاءَ لاءِ لياري نئن جو رخ موڙي هاٽوڪي وهندڙ لياري شاخ ڏانهن ڪيو ويو. قديم شاخ اڄ به گٽر نالي جي صورت ۾ موجود آهي. 195.58 م. م سراسري برسات پوڻ تي 32.657،948 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وهائي ايندي آهي، جنهنڪري 166.98 چورس ڪلوميٽر ايراضي آباد ڪندي آهي.

**مڙدان نئن:** هيءَ نئن اولهه ۾ ڪنجي نئن جي منڍ مان شروع ٿئي ٿي ۽ پوءِ اڳتي ايندي، ان کي ٽڪرن مان به پاڻي ملي ٿو. مڙدان نئن جي پاڻيءَ تي ڪاڇي جون ڪيتريون ننيون آباد ٿين ٿيون. هن نئن جو پاڻي پيئڻ طور به ڪتب آندو وڃي ٿو.

**مزاراڻي نئن:** هي جاگير جي وڏي نئن آهي. هيءَ نئن، سيتا نئن جي ڏکڻ ۾ آهي. نئن مزاراڻي کيرٿر جي آخري پاسراٽين مان نڪري ڪاڇي جي وسيع پٽن ۾ پکڙجي ٿي. هيءَ نئن ڏاڙهياري جي جبل جي چوٽيءَ تي 'ڳوڙ' وٽان، جتان ڏاڙهياري جو سمورو پاڻي هڪ ڳجهي سير ۾ داخل ٿيندو آهي ۽ پوءِ اهو پاڻي جبل مان اندران ئي اندارن 'مير هڏي' نالي ماڳ وٽان گڙگاٽ ڪندو نڪرندو آهي. مزاراڻي نئن اتان شروع ٿئي ٿي. سنڌ ۾ هيءَ نئن سيني نين کان خوبصورت آهي. پر شڪارين لاءِ ڏکي به آهي، جو هن ۾ هنڌ هنڌ تي ڏکيا ڪنب به آهن. هن نئن جي ڪاري پاڻيءَ تي به هتي آبادي ٿيندي آهي. برسات جي موسم ۾ 'بدام' ۽ 'ڪاڇڙي' ڊنڊيون به هن نئن جي پاڻيءَ مان سيراب ٿينديون آهن. ڪاڇي جي چڱي ايراضيءَ ۾ هن نئن ذريعي آبادي ٿئي ٿي. هن سوڙهي ۽ ڪُنبن سان ڀريل برساتي نئن لاءِ چون ٿا ته سنڌ جي سڀ کان سهڻي نئن آهي، پر ان خيال کان بيحد ڏکي آهي، جو اُن ۾ گهوڙي سواري يا شترباني (اُٺن جي سواريءَ) جي گنجائش نه آهي. هن نئن جي تري ۾ وڏيون وڏيون جنبون ۽ ڇپون پيل آهن. مزاراڻي نئن 114.3 م. م سراسري برسات پوڻ تي 57،590.055 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وهائي ايندي آهي. جنهن تي 503.85 چورس ڪلوميٽر ايراضي آباد ٿيندي آهي.

**مکي نئن:** هيءَ نئن به تعلقي جوهيءَ ۾ نئن گاج جي اتر ۾ آهي. هن نئن کي 'مکي نئن' به چوندا آهن. ڪاري جبل مان نڪري اوپر طرف 'ڪسبي' ڳوٺ جي پٽ ڏئي، اوپر طرف وهي ٿي. برسات جي موسم ۾ اٿلي ڪجهه ننا پرائيندي آهي. هن نئن تي به زرعي آبادي ٿيندي آهي.

مکي نئن 114.3 م. م سراسري برسات پوڻ تي 67،44،429 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وهائيندي آهي، جنهن تي 590.03 چورس ڪلوميٽر ايراضي آباد ٿيندي آهي.

**ملجي جي وانديءَ واري نئن:** هيءَ ننڍڙي نئن آهي، جيڪا ڪارونجهر ڪان نڪري ٿي ۽ ننگرپارڪر شهر جي اولهه ۾ پنجن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تان وهي ٿي. هيءَ نئن اتر اولهه جي رخ ۾ وهي ٿي. هن نئن ۾ ابتدائي ٻن ڪلوميٽرن دوران ٻيون ڪيتريون ننڍڙيون نئيون داخل ٿين ٿيون. هيءَ نئن 15 ڪلوميٽرن جو مفاصلو طئي ڪري ڳوٺ ’ملجي جي وانديءَ‘ جي اولهه ۾ زرخيز علائقي ۾ چوڙ ڪري ٿي.

**مليرڙي نئن:** هيءَ نئن سيوهڻ تعلقي ۾ آهي، برسات ۾ بڊي جبل ڪان وهي، لڪي جبلن جي اولهائين پاسي ختم ٿيندي آهي. هن جو وهڪرو اولهه ڪان اوڀر آهي. ٿوري آبادي ڪرائي ٿي. هن نئن جي ڪناري تي هڪ قديم آثار به آهي.

**ملير نئن:** هيءَ نئن ڄامشوري ضلعي مان وهي ڪراچيءَ جي علائقي ملير کي آباد ڪري ٿي. هن نئن جي نالي بابت ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته ڪراچيءَ جي علائقي ’ملير‘ تان هن تي اهو نالو پيو آهي، پر ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته ملير علائقي تي اهو نالو ’ملير نئن‘ تان پيو آهي.



ملير نئن جو هڪ ڏيک

هي نئن مول مان نڪري ٿي. جڏهن هي ملير جي علائقي ۾ داخل ٿئي ٿي ته ان جاءِ تي ’ڪديجي نئن‘ به اچي ’ملير نئن‘ ۾ پوي ٿي. ٻيون برساتي نئيون: ٿڏو، جرندو، لنگهيجي ۽ سڪڻ، ملير نئن جون ڏن پرون برساتي نئيون آهن. ان ڪان سواءِ ڪونڪر، ٻاڪران، گهگهر پيري، وٽيجي، ڪار، ڪند، نر، مهير، موئيداڻ، ميلو، ٻاڙو (ٻولهاڙي)، ڪُرڪٽي، لٽ ڪرمتياڻي نئيون ۽ ڍورا به ملير نئن سان اچي ملن ٿا. ڪيترائي ڍورا جن ۾ سونگل، مهادل، چاڪر ڦاهي، چگرو، گجهڙو، موڪي، سوري، صفوران، آمري، ڪهيريءَ وارو ڍورو، ٽوٽڪرين وارو ڍورو، گانگيارو، ٿهير ۽ ٻيون نئيون به ملير جي علائقي ۾ هيون، جيڪي هاڻي گٽر نالن ۾ تبديل ٿي ويون آهن.

ملير نئن جي چوڙ وارو هڪ حصو جيڪو گسريءَ (Gizri) لڳ سمنڊ ۾ چوڙ ڪندو هو ان کي بند ڪري ڊفينس هائوسنگ جي حوالي ڪيو ويو آهي. اڳتي هلي ملير نئن جو رخ وڏيڪ ڪورنگي ڪريڪ ڏانهن ڪيو ويو آهي. ملير نئن جو رخ تبديل ڪرڻ ڪانپوءِ ان جي خالي پيٽ ۾ مٽي ڀري بنگلا اڏيا ويا آهن.

ملير، ٿڏو ۽ لياري نئن کي، ندي ان ڪري چيو ويندو آهي، جو انهن نئين مان حب نئن وانگر صاف ۽ شفاف پاڻي وهندو هو هتان جا رهواسي انهن نئين مان ڪسيون ڪڍي پاڻي آباديءَ لاءِ به ڪتب آڻيندا هئا. ڪنهن دور ۾ هتي نار ۽ ڪوش وسيلي به زراعت ڪئي ويندي هئي. اڄ به ڪديجي، لنگهيجي، ٿڏو، مول، ڪنڊ ۽ مهير ڍوري ۾ ڪٿي ڪٿي صاف ۽ شفاف پاڻي وهندو ڏسبو آهي.

انهن نئين جي طاس (Base) تي ماڻهن پنهنجا ڳوٺ آباد ڪيا ۽ معاش لاءِ انهن نئين مان توڙي انهن جي پير ۾ کوهه کوٽي زراعت لاءِ پاڻي حاصل ڪندا هئا. ملير نئين 215.13 م. م سراسري برسات پوڻ تي 77،661،930 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وهائي ايندي آهي. جنهن سبب 361.00 چورس ڪلوميٽر ايراضي آباد ڪندي آهي.

**مماني/ مماڻي/ مَمانيو نئن:** هي نئن تعلقي جوهيءَ ۾ نئن گاج جي انهن نئين مان آهي، جيڪي گاج جي ڏکڻ واريون نئيون سڏبيون آهن. راڄي ديري ڳوٺ ۾ ڪيهر شاهه تاريخي مقام آهي، جنهن جي نسبت سان مقامي ماڻهو مقام ڪان اترئين وارين کي ”اتر واريون نئيون“ چوندا آهن ۽ مقام جي ڏکڻ وارين نئين کي ’ڏکڻ واريون نئيون‘ چوندا آهن. نئن ممانيو کي نئن مماني يا مماڻي به چوندا آهن. هن نئن تي به زرعي آبادي ٿيندي آهي.

**مول نئن:** مول نئن ڄامشوري ضلعي جي مشهور نئن آهي، جيڪا ڪوهستان جي ’مول‘ شهر پرسان گذري ٿي. مول شهر، مول يونس، مول ديهه ۽ مول ٽپو نالا مول نئن تان پيل آهن. مول نئن ڪير ٿر مان نڪري ڏکڻ طرف وڃي ملير نئن سان ملي ٿي. جنهن جاءِ تي ’مول‘ کي ’ملير‘ نئن سڏيو وڃي ٿو اها به ڄامشوري ضلعي جي حد آهي. مول نئن قديم ۽ تاريخي نئن آهي، نئن مول جي ٻنهي ڪنارن سان پٿر جي قديم دور جا ڪيترا قديم ماڳ موجود آهن. جن مان جبلن تي چٽساليءَ جا ڪيترا نمونا ملن ٿا. ان ڪان سواءِ اسلامي دور جا به ڪجهه ماڳ مڪان زردشتين جا گبربند به موجود آهن. ٿوري برسات سان هيءَ نئن وهي هلندي آهي، هن تي آبادي به ٿيندي آهي. مول نئن 185.42 م. م سراسري برسات جو پاڻي پوڻ تي 166،106،290 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وهائي ايندي آهي. جنهن ڪري 626.18 چورس ڪلو ميٽر ايراضي آباد ڪندي آهي.

**مونڊري جي نئن:** هيءَ نئن ڪارونجهر جي بلڪل اولهه مان نڪري ٿي ۽ اتر ۾ اٽڪل 13 ڪلوميٽرن تائين وهندي اهڙي ميدان ۾ وڃي چوڙ

ڪري ٿي، جيڪو جون کان نومبر تائين لوڙهيائي پاڻيءَ سان ڀريل هوندو آهي. هي حصو رڻ ڪڇ جو حصو آهي.

**مهرو ڪولهي نئن:** پارڪر جي هيءَ نئن چتراسر جي ٽين شاخ آهي. فورگريريئن نئن جي اتر ۾ يا مهري ڪولهيءَ کان اڳيرو هيءَ نئن 3.5 ڪلوميٽرن جو ننڍڙو سنئون سنواٽو وهڪرو آهي. هيءَ نئن ڏکڻ اوڀر ڏانهن وهندي چتراسر نئن جو حصو ٿي وڃي ٿي.

**مئو نئن:** هيءَ ننڍي نئن آهي، جيڪا ڪارونجهر مان نڪري ٿي ۽ ڪارونجهر جي اتر ۽ اتر-اولهه ۾ ڇهن ڪلوميٽرن تائين پوروڇوٽ وهڻ ڪانپوءِ اڳتي ڏيڍ ڪلوميٽر پنڌ طئي ڪرڻ ڪانپوءِ اتر-اوڀر طرف ڳوٺ مئو پرسان ڇوڙ ڪري ٿي. هن نئن جو پيٽ اٽڪل 20 کان 80 ميٽر ويڪرو آهي، جيڪو وچتري کان ويندي ٿلهي واريءَ وارو آهي.

**ميٺاڻ ڍوري / نئن:** ميٺاڻ نئن جي ڪري هن ديهه جو نالو ئي ميٺاڻ رکيو ويو آهي. برساتن ۾ جڏهن ٽڪري جو پاڻي انهيءَ ڍوري ۾ وهندو آهي ته هن جو رنگ به ميٽوڙي (ميٽ جي رنگ جهڙو) هوندو آهي. هيءُ ڍوري ٻين ڍورن سان ملي مائي ڳاڙهي درگاهه لڳ حب نديءَ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي.

**نري نئن:** هي نئن تعلقي جوهي ضلعي دادوءَ ۾ آهي. هيءَ ننڍي نئن آهي، پر هن نئن جي ڪنڌيءَ تي ڪنهن سمي سنڌ جو مشهور ماڳ واهي پانڌي هو. نامور محقق بدر ابڙي ڪتاب 'منڇر گورک گاج دنيا' ۾ لکيو آهي ته هن نئن جي آس پاس ڪيترا ئي قديم ماڳ آهن، جن مان ٽاٽو ڪوٽيرو، ميان جو ڪوٽ ۽ بٽ ڪارو ڪوٽ مشهور آهن. هيءَ برساتي نئن آهي، هن نئن تي زرعي آبادي ٿيندي آهي. هيءَ نئن ڇنيءَ وٽان وهي منڇر کي پري ٿي. نري نئن قوسي لڪ ويجهو ڳاڙهي کان شروع ٿي واهي پانڌيءَ جي اولهه ۾ جبلن مان نڪري، نئن گاج جي موجوده وهڪري سان شامل ٿي منڇر ۾ پوي ٿي. هن نئن جي ڪئچمينٽ ايراضي اٽڪل 500 چورس ڪلوميٽر آهي.

نري نئن 114.3 م.م سراسري برسات پوڻ تي 534،421،53 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وهائيندي آهي. جنهن تي 38،467 چورس ڪلوميٽرن جي ايراضي آباد ٿيندي آهي.

عزيز ڪنگراڻيءَ جي لکڻ موجب هيءَ نئن ڳوٺ واهي پانڌيءَ جي اولهه واري جابلو سلسلي مان نڪري ٿي. ڳوٺ واهي پانڌي وٽ ٻن وهڪرن ۾ ورهائجي وڃي ٿي. هڪ وهڪرو شهر جي اتر ۽ ٻيو ڏکڻ کان ڦري وهي ٿو نئن نيل/ نيل ندي، واهي پانڌيءَ وارو ميداني علائقو سيراب ڪري ٿي.

**نڙاني نئن:** هيءَ نئن شهدادڪوٽ جي حدن ۾ اتر کان ڏکڻ تي وهندڙ سنڌ جي پهرين نئن آهي. هن نئن جي اتر ۾ بلوچستان صوبي جي جهل مگسي ضلعي جي حد آهي. هيءَ نئن ٽن جهرڻن جو گڏيل وهڪرو آهي. نڙاني نئن جي پاڻيءَ تي پوک به ٿئي ٿي. برساتن جي وسڪارن ڪانپوءِ هن نئن جو پاڻي ڪڏهن ڪڏهن پراڻي ايف پي بچاءُ بند تائين پڻ پهچي ويندو آهي.

**نئنگ نئن:** هيءَ نئن ڏکڻ کان اتر طرف وهي پٽ جبل جي اولهه ۽ بڊي جبل جي اوڀر کان ٿيندي نئنگ شهر (تعلقي جوهي) کان اڳتي وڏي منڇر ۾ پوي ٿي. هيءَ نئن اٽڪل 50 ڪلو ميٽر ڊگهي آهي. نئنگ نئن به آهي ته ڍورو به آهي. نئنگ ڍورو به نئنگ کان يعني نئنگ شهر کان وهي ٿو هيءَ نئن پراڻي نئن آهي، جنهن جي قدامت پٽ ۽ بڊي جبل جيتري شمار ٿئي ٿي. نئنگ ڍورو پڻ نئن مان نڪتي ٿو نئنگ وارو ڪوهه به قديم ڪوهه آهي. ان جو پاڻي به نئن نئنگ سان گڏبو آهي. هيءَ نئن گاجي شاهه جي اوڀر ۾ ٽوڙي ۽ ڏؤنڪ واريون ماٿريون آباد ڪرائي ٿي. نئنگ جي ڍوري ۾ مڇي به جام مرندي آهي. ڍورو به آبادي ڪرائيندو آهي. نئن نئنگ جي ساڄي ڪنڌيءَ تي سنڌو تهذيب جو مشهور ماڳ ڪنڊي بٺي موجود آهي.

هيءَ نئن ڪيرٿر ۽ بڊي جبل جي وچ مان ڏکڻ کان اتر طرف لهي ڇنيءَ وٽ منڇر ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. ان ۾ هنڌ هنڌ واهيون ۽ ڍورا اچي پون ٿا، انتهائي ڏکڻ ۾ به نيون نئيون 'ڪانڌي واهي' ۽ 'نئن دهل' جون ڌار ڌار ماٿريون ٺاهين ٿيون. هن نئن ۽ ان جي ڍورن تي ڪٽي گبربند ۽ گوربنديون ٺهيل آهن. ايچ. ٽي. لئمبرڪ پنهنجي ڪتاب 'سنڌ، اي جنرل انٽروڪشن' ۾ ڪانڌي واهي، نگهاول ۽ گوزباني گبربندن جو ذڪر ڪيو آهي. هتي هڪ چشمو پڻ آهي.

نئنگ نئن 139.7 م. م سراسري برسات پوڻ تي 741،917،44 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وهائيندي آهي، جنهن تي 321.53 چورس ڪلوميٽر ايراضي آباد ٿيندي آهي. هڪ مفروضو اهو به آهي ته هن نئن ۾ واڳون به رهندا آهن.

**وٽن واري نئن:** وٽن واري نئن 185.42 م. م سراسري برسات پوڻ تي 926،142،63 ڪيوبڪ ميٽر برسات جو پاڻي وهائي ايندي آهي. جنهن ڪري 340.54 چورس ڪلو ميٽر ايراضي آباد ڪندي آهي/ ڪري سگهندي آهي.

**هليلي نئن:** هيءَ مشهور نئن، گاج نئن جي ڏکڻ ۾ تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ آهي. هيءَ نئن ڳوٺ مراد جمالي، تعلقي جوهيءَ جي الهندي وارن جبلن مان نڪري ٿي. هن نئن جي پرسان ڄنگو جماليءَ جو قبرستان آهي. جوهي تعلقي جي مشهور ڳوٺ ٽنڊي رحيم خان جي اتر کان وهي ٿي. هن نئن تي سٺي آبادي ٿيندي آهي. اوڀر طرف ٻنا پرائيندي آهي. ڪاڇي ۾ ٻني کي 'لٽ' به چوندا آهن. قديم زماني ۾ هليلي تي گبر بند به اڏيا ويندا هئا. هڪ راءِ آهي ته اهي بند رومين، ايرانين يا ساسانين جي دور ۾ ٺهيا هئا. هيءَ نئن ڪيرٿر جي جابلو سلسلي مان وهي منڇر ۾ تعلقي سيوهڻ، ضلعي ڄامشوري ۾ ڇوڙ ڪري ٿي.

# سنڌ جي زراعت

سنڌو ماٿري، درياهن جي ڏرتي سڏجي ٿي. سنڌ ۽ سنڌو هڪ ئي وجود جو نالو آهي، ڇاڪاڻ تہ 'سنڌ' تي نالو سنڌونديءَ پٺيان پيو جنهن جي معنيٰ آهي وڏو وهڪرو. سنڌ جي مٽيءَ جو ذرو ذرو ۽ هر تهہ سنڌونديءَ جي لٽ جوڙيو آهي.

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيبي سرحدن مان اوائلي دور کان ڪيترائي درياهہ، نديون ۽ نئيون سنڌوءَ ۾ ڇوڙ ڪندا هئا. هن ماٿريءَ ۾ درياهن ۽ ندين جي گهڻائيءَ سبب زراعت هن سرزمين جو اوائلي پيشو رهي آهي، جنهن جو ذڪر تاريخي ۽ مذهبي ڪتاب 'رگ ويد' ۾ بہ موجود آهي. ڪپهہ ۽ اناج وارن فصلن جو پهريون تحريري ثبوت بہ ان مان ملي ٿو. موهن جي دڙي مان مليل ٺڪر جي ٿانون ۾ ڪڻڪ جا پٽرايل داڻا بہ لڌا ويا آهن. جوَ، ڪڻڪ ۽ تِرن جي فصل پلي ٿيڻ ۽ ماڻهن کي پوک جي ڄاڻ بابت معلومات بہ ملي آهي. سنڌو ماٿريءَ جي لازوال تهذيبي شهر 'موهن جي دڙي' جي کوٽائيءَ مان اهو اندازو درست ثابت ٿيو تہ هتي شروعاتي دور ۾ کيتيءَ جا اوزار پٿر، ٽامي ۽ ڪٽ جا ٺهيل هئا، جن ۾ ڪوڏر، کهاڙي، رنبي جا ڦر، چاقو، ڪارايون ۽ ٻرڇيون شامل هيون، جڏهن تہ دنيا ۾ ڦيٿي جو پهريون وجود ۽ ڏاند گاڏيءَ جو رواج بہ سنڌ کان شروع ٿيو. موهن جي دڙي مان لڌل ڏاند گاڏيءَ جو ڍانچو ان جو واضح ثبوت آهي.



سنڌو ماٿري دنيا جو قديم تهذيبي ماڳ آهي، جنهن کي پنهنجون جاگرافيائي حدون، جبل، بيابان، زرخير ميدان، ڍنڍيون ڍورا ۽ سامونڊي سرحدون، رهڻي ڪهڻي، تهذيب، ثقافت، ٻولي، پوکيءَ جا طريقا، جانورن پالڻ جو پيشو باغبانيءَ جو فن ۽ هنر آهن. اهو ئي سبب آهي، جو سنڌ قديم زماني کان زراعت جي ڏنڌي ۾ اڳيري رهي آهي ۽ زراعت سنڌ جي ماڻهن جو صديون پراڻو ڌنڌو رهيو آهي.

هتي زراعت جي شروعات سنڌو نديءَ جي وهڪرن سان ٿي. سنڌ جي زراعت ايتري قديم آهي، جيتري سنڌونديءَ ۽ ان جو وهڪرو. ان ڪري ئي هيءَ ڌرتيءَ ۽ ان جا ماڻهو هميشہ خوشحال رهيا آهن.

دنيا ۾ اڪثر اهي ملڪ، هنڌ، علائقا ۽ ماٿريون آباد رهيون آهن، جتي درياهہ جو پاڻي ميسر ٿيو، ڇاڪاڻ تہ ماڻهو گهڻو ڪري پوک درياهہ جي پر وارن علائقن ۾ ڪندا هئا، جتان جي زمين زرخيز هئي ۽ ججهي نهري پاڻيءَ جو ملڻ آسان هو.

سنڌوماٿريءَ جي زمين زرخيز ۽ سنوت ۾ هئڻ ڪري هتان جي آبهوا شروع کان موافق رهي آهي، جنهن سبب اهڙن هنڌن ۽ ماڳن ۾ زراعت جي ڪري انساني آبادي ڦهليل رهي آهي، ڇو تہ هر انسان کي خوراڪ، ڪپڙي ۽ اجهي جي ضرورت پوي ٿي، جنهن لاءِ هو جاکوڙي ۽ پاڻ پتوڙي ٿو ۽ ان جي حاصلات لاءِ کيتي يا پوکي راهي ڪري پنهنجو ڪاڌو حاصل ڪري ٿو.

سنڌ جي آبهوا قديم زماني کان وٺي منفرد هئڻ ڪري ڪيترائي اناج، ڀاڄيون ۽ ميوا هتي اڄ سوڌو پوکبا اچن ٿا. سنڌو ماٿريءَ اڳاٽي وقت کان دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ مان آيل نون وڻن ٻوٽن، فصلن، گلن ڦلن، ميون، ڀاڄين کان سواءِ پالتو جانورن ۽ جهنگلي جيوت کي پنهنجي آبهوا واري ماحول ۾ جنم ۽ جياپو ڏئي سندن بقا صدين کان برقرار رکي آهي.



ڪپهہ پوکڻ ۽ ان مان ڪپڙي ٺاهڻ جو پهريون شرف سنڌو ماٿريءَ کي ئي حاصل آهي. هندو ڌرم جي ڌرمي ڪتاب 'رگ ويد'، جيڪو عيسوي سن کان 1500 ورهيہ اڳ ڇپيو ويو هو، اُن جي اشلوڪن ۾ 'ڪرپاسا' يا 'ڪپهہ' جو بيان آهي ۽ اُن وقت جي برهمڻن ڪپهہ جا جڻيا پاتا هئا. دنيا جون قومون سنڌ جي باريڪ ۽ نرم ململ لاءِ سنڌ جون محتاج هونديون هيون.

رگ ويد مان شاهدي ملي ٿي تہ هيءَ ڌرتي زرعي وکرن، وڻن ٽڻن، کيتن، جانورن، کاڌي پيتي جي شين ۽ ثقافتي شاهڪارن سان مالامال هئي.

قديم مذهبي ڪتاب 'توريت' ۾ بہ سنڌو ماٿريءَ جي ململ جو نالو 'سنڌن/ سُندس' (سنڌڻ) ڪتب آندو آهي. سڪندراعظم بہ 326 ق. م ۾ سنڌ جي قدرتي وسيلن، دولت ۽ فن جي ساراهہ ڪرڻ کان رهي نہ سگهيو آهي. مصر جي اهرامن جي دريافت ۽ کوٽائيءَ مان اهي ثبوت مليا آهن تہ فرعونن جي لاشن ۽ ممين کي سنڌ جي ڪپڙي 'ململ' جو ڪفن پيل هو. سنڌ جي زرعي آسودگيءَ بابت هڪ عرب سياح جي تذڪري مطابق 'جڏهن حضرت عمر فاروق رض کانئس پڇيو تہ سنڌ لاءِ تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي؟ عرب سياح ٽن جملن ۾ ان جو جواب ڏنو تہ، "اُن جو درياهہ موتي آهي، اُن جا جبل ياقوت آهن ۽ اُتي جا وڻ معطر

آهن.“ جڏهن ته فاطمي خليفن جي دور ۾ سنڌ ۾ سوسين اٽڻ جو هنر رائج هو. جيڪو تيونس جي بندرگاهه سوسا کان سنڌ ۾ پهتو ۽ سنڌ ۾ اڄ سوڌو قائم آهي.



سنڌو ماٿريءَ جا قديم ماڻهو فصلن جي مند شروع ۽ ختم ٿيڻ جو اندازو ستارن ۽ نکٽن مان لڳائيندا هئا. سنڌ جي ماڻهن چيٽ ۽ ڪتيءَ جون مندون مقرر ڪري، فصلن جي موسمن مطابق ورهاست ڪئي ۽ ڪتيءَ ۽ چيٽ ۾ ٿيندڙ سرديءَ ۽ گرميءَ وارا ڏينهن ستارن ۽ نکٽن جي ايرڻ ۽ لهڻ تي مقرر ڪيا. سنڌ جي آڳاٽي زماني کان وٺي اڄ به فصلن جي ورڇ آبهوا مطابق مختلف رهي آهي. هتي جي زراعت ريتون رسمون، زرعي اوزار ۽ جاگرافيائي حالتون اثرانداز آهن.

سنڌ ۾ قدرتي طبعي ورهاست موجب سري، وچولي، لاڙ، ٿر ۽ ڪوهستان وارا علائقا اچي وڃن ٿا، جتي آبهوا ۽ پوکيءَ جي سرشتي جي مناسبت سان ڪيترائي موسمي ۽ باراني فصل پوکيا وڃن ٿا. هتي ڪتيءَ (خريف) ۾ جوئر، ٻاجهري، چانور، وونڻ، تر، مگ ۽ موٺ پوکيا ويندا هئا ۽ ربيع يا چيٽ ۾ ڪڻڪ، جَوَ، سرنهن، جانبو، چڻا ۽ مٽر پوکيا ويندا هئا. جڏهن ته سنڌ جي موافق آبهوا ۾ تماڪ، ڀنگ، اسپنگر ۽ ڏوڏيءَ جا فصل به ڪجهه ايراضيءَ تي پوکيا ويندا هئا. اهي پوکون اڄ به گهڻي ڀاڱي ٿين ٿيون.



تاريخي مشاهدن موجب سنڌ ۾ اوائلي دور کان ڪڻڪ، جَوَ، ڪپهه، ساريون، تر، چڻا ۽ مٽر پوکيا ويندا هئا. هتي هندائڻي جي پوک، ٻاجيون، ناريل ۽ ڏاڙهن جي پوکيءَ جا به ثبوت ملن ٿا. ٻيلن جي وڻن ۾ ٻير، ڪنڊي، لئي باهڻ وغيره عام هئا. جڏهن ته نر، اڪ، ٿوهر، ٽوهه، ٻُڪڻ، منديري، لل، لنب، مريڙو ۽ جهل وغيره ڪاڏي ۽ دوائن لاءِ ڪتب ايندا هئا. ٻئي طرف چوپائي مال ۽ ڳئن، مينهن، ڍڳن ۽ ٻڪرين سان گڏ اوائلي دور ۾ سنڌو نديءَ جي ڪناري سان گهاٽن ٻيلن، ميداني جابلو ۽ ريگستاني علائقن ۾ هرڻ، سرهه، گڊ، ڦاڙها، گدڙ، لومڙ، بگهڙ ۽ ٻي جهنگلي جيوت ٿيندي هئي. اوائلي دور واري سنڌ جي پکيڙ موجوده سنڌ کان گهڻي وڏيڪ هئي، ان ڪري سنڌ قدرتي طور وڻن، ٻوٽن، فصلن، ڀاڄين، ميون، گاهن ۽ جڙي ٻوٽين سان گڏ پالتو ۽ جهنگلي جانورن جو آماجگاهه رهي آهي.

سمن جو دور سنڌ جي خوشحاليءَ جو دور سڏجي ٿو. اُن زماني ۾ سنڌ ۾ کيتي ۽ واپار جي وڏي ساک هئي، چاڪاڻ ته آڳاٽي دور ۾ سنڌ جو واپاري مال، دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موڪليو ويندو هو. سنڌ جي ململ واپار جو اهم وکر هئي. جڏهن ته وڻج واپار ۾ نيرا، لاک، عاج، عمارتي ڪاٺ، مينديءَ وغيره شامل هئا. ميون ۾ انب، ڪيلا، نارنگيون، زيتون ۽ اناج ۾ ڪڻڪ، جوئر ۽ چانورن جون سُڳداسي جنسون ڏيساور موڪلي ناڻو ڪمايو ويندو هو.



ان دور ۾ سنڌ جون زمينون گهڻي ڀاڱي آباد هيون. سنڌ جي زرعي خوشحاليءَ جو اهڙو دور سمن، مغلن ۽ ڪلهوڙن جي حڪومت تائين به رهيو. سنڌ جا ماڻهو زراعت جي پيشي ۾ گهڻو رڌل هئا. سندن خاص ڪاڏو چانور ۽ مڇي هو ۽ کير مان بهترين قسم جو مکڻ، ڏڌ ۽ لسي حاصل ڪندا هئا. سنڌ ۾ ڪيترن ئي قسمن جا ميوا ٿيندا هئا، جن مان انب نهايت سنا هئا.

مغلن جي دور ۾ سنڌ ۾ ڍڳها وونڻ پوکيا ويندا هئا ۽ باغن جي گهڻائي هئي. هتي جي زمين زرخيز ۽ گهڻي قدر آباد هئي. کيتيءَ لاءِ ڪم ايندڙ اوزارن ۾ هر، ڀاهوڙي، ڪوڏر، ڏاٽو، ڏانداري، ٻيانو، ڪهاڙي، هرلو، ڪيڻ، سانهر ۽ پاڃاري وغيره شامل هئا، جيڪي اڄ سوڌو استعمال ٿي رهيا آهن.

انگريز ارڙهين صديءَ ۾ سنڌ ۾ واپار جي نيت سان داخل ٿيا ۽ هنن سنڌ جو ڪپڙو خريد ڪيو. هڪ انگريز سياح مطابق جيتوڻيڪ سنڌ هڪ ننڍو ملڪ آهي، پر قدرتي طرح زرخيز آهي ۽ نهايت آسودو ۽ آباد آهي. سنڌ ۾ انب، ٻير، نارنگيون، ليما، گدامڙي ۽ جمون وغيره گهڻي انداز ۾ ٿين ٿا ۽ سائن ڀاڄين ۾ ساڳ، پالڪ، چڻن جي، پلي توري ۽ ونگا وغيره عام جام آهن.

سنڌ جي فتح بعد هڪ ٻيو انگريز سياح ٻڌائي ٿو ته: ”ڏکڻ سنڌ ۾ چانور ماڻهن جو خاص کاڌو آهن ۽ تمام گهڻي انداز ۾ اُپائي ڪافي بچت ڪئي وڃي ٿي.“ اتر سنڌ ۾ خريف ۽ ربيع جا مکيه فصل جوئر ۽

ڪٽڪ هئا. باقي ٻين فصلن ۾ ٻاجهري، مگ، تر، هيرڻ، جَوَ السي ۽ سرنهن ڏنا ويا. جڏهن ته سنڌ ۾ ٿوري ايراضيءَ تي ڪمند، تماڪ، ڏوڏي، ٻنگ به پوکي ويندي هئي. هن سياح سنڌ ۾ چانورن، ڪٽڪ، جوئر ۽ وونئڻن کان سواءِ پالڪ، موري، ٿوم، ڪدو، مٽرن ۽ پٻڻ (ٻهه) جو ذڪر ڪيو آهي. سنڌ جا بهترين باغ ٺٽي، نصرپور، حيدرآباد، سيوهڻ ۽ روهڙيءَ ۾ هوندا هئا. روهڙيءَ کي 'سنڌ جو چمن' سڏيندا هئا، جنهن جي چوڌاري ساوڪ جا نظارا ڏسڻ ۾ ايندا هئا.

انگريزن جي دور حڪومت 1843ع ۾ سنڌ جي پوک هيٺ جملي ايراضي 12 لک ايڪڙ هئي، جڏهن ته سال 1885ع ۾ ڦهريون ٻيرو زمين جي جاچ، پڙتال جا انگ اکر گڏ ڪيا ويا، جنهن موجب سنڌ ۾ پوکيءَ هيٺ ڪل ايراضي 14 لک 70 هزار ايڪڙ هئي، جيڪا بعد ۾ آباد ڪئي وئي.

1924ع ۾ بمبئي زرعي ڊائريڪٽوريٽ، پونا جي انگن اکرن مطابق سنڌ ۾ فصلن، ڀاڄين، باغن ۽ ٻيلن هيٺ ڪل ايراضي اٽڪل 47 لک ايڪڙ هئي، جنهن ۾ ساريون 12 لک ايڪڙ، ٻاجهري 10 لک ايڪڙ، ڪٽڪ 5 لک ايڪڙ، جوئر 5 لک ايڪڙ، مٽر 3 لک ايڪڙ، چڻا 2 کان 5 لک ايڪڙ، سرنهن ۽ ڄانيو 3 کان 5 لک ايڪڙن تي پوکيا ويندا هئا. سنڌ ۾ ويهين صديءَ جي ابتدائي دور تائين فصلن مان خالص جنسون چونڊي پوکيون وينديون هيون ته جيئن ملاوٽي/ گاڏڙ جنسن کان نجات ملي ۽ وڌيڪ پيداوار به حاصل ڪجي. جنهنڪري ديسي جنسن پوکڻ ڏانهن لاڙو گهٽبو ويو. سنڌ ۾ فصلن جي اعلىٰ قسم جي جنسن جو عروج رهيو آهي، جن ۾ چانورن جي عمدي ۽ خوشبودار جنس سڳداسي، ڪٽڪ جي جنسن ۾ ڦنڊٽي، ٺوڙهي ۽ بوحاري، جوئر ۾ ڳاڙهي ۽ اڇي جوئر (ڳاڙهي ۽ سائي تري) ۽ چڻن جي جنسن ۾ سناني، ڪابلي ۽ سنڌي چولا پوکيا ويندا هئا. جڏهن ته ڪپهه جي ديسي جنس، جنهن کي سنڌي ڪپهه (Indus Cotton) سڏيو ويجي ٿو، تنهن جي پوکائي ڪافي ايراضيءَ تي ڪئي ويندي هئي.

**جديد زراعت:** جديد زراعت موجوده دور جو اهم پهلو آهي، جنهن تي انساني زندگيءَ جي جياپي جو دارومدار آهي. زراعت معيشت جو اهم حصو آهي، جيڪا هن وقت پنهنجون جديد تقاضائون پوريون ڪرڻ جي ابتدائي مرحلي ۾ آهي، ڇاڪاڻ ته سنڌ جي زراعت صديون پراڻي تهذيب ۽ ثقافت جي اثر هيٺ رهي آهي. هن وقت زراعت پنهنجي روايتي ماحول کان نڪري هڪ ڪاروبار يا ڌنڌو بڻجي وئي آهي، جنهن ۾ فصل پوکڻ ۽ جانور پالڻ اچي وڃن ٿا. زراعت جي ڌنڌي يا ڪاروبار ۾ سيڙپ ڪئي وڃي ٿي. نتيجي ۾ معاشي فائدو حاصل ٿئي ٿو ڇاڪاڻ ته زراعت کي صنعت جو درجو ڏنو ويو آهي، جنهن جو سبب زرعي خام مال آهي، جيڪو وڏي صنعتي اهميت رکي ٿو.

زراعت هڪ وسيلو آهي، جنهن جي ترقي ۽ واڌارو نئين سر جوڙجڪ تي منحصر آهي. زراعت جي ترقي ۽ ڪاميابيءَ جو انحصار، موافق آبهوا، بهتر آبپاشي نظام، زرخيز زمين، سڌريل جنسن، پوکيءَ جي جديد طريقن، علائقي وار فصلن جي رٿابنديءَ، خالص ٻج، زرعي دوائن، ڪيميائي ڀاڻ ۽ جيتن ۽ بيمارين جي خاتمي لاءِ بهتريءَ تي آهي.

پاڪستان هڪ زرعي ملڪ آهي، جتي آبپاشيءَ جو بهترين نظام موجود آهي. هن خطي ۾ دائمي آبپاشي مطابق گهڻ- فصلي پوک سان گڏ ساريالي پوک، دوباري پوک، گهٽ پاڻيءَ وارن فصلن جي پوک، گڏيل فصلن جي پوک، ميون ۽ ڀاڄين جي پوک، بوسي يا باراني پوک ڪئي وڃي ٿي.



سنڌ ۾ زراعت جي ترقيءَ جو رجحان روايتي زراعت کان جديد طرز واري زراعت ڏانهن وڌندڙ آهي، جنهن ۾ پوکيءَ جا جديد طريقا، سڌريل جنسون، خالص ٻج، جديد زرعي اوزار، وقتائتي پوک، آبپاشي جو بهتر انتظام، متوازن غذا، جيتن ۽ بيمارين کان تحفظ وغيره شامل آهي، جڏهن ته جديد زرعي ٽيڪنالاجي جي منتقلي جو اثر اهو پيو آهي ته سنڌ جا آبادگار پنهنجا عام رواجي ۽ روايتي طريقا ڇڏي جديد زرعي حڪمت عملي هيٺ پوک ڪري وڌيڪ اپت حاصل ڪن ٿا.



هن خطي جي زراعت کي ٽن مرحلن ۾ ورهائي سگهجي ٿو، جن ۾ ڏاندن ذريعي زراعت يا کيتي (Bullock Farming)، ٽريڪٽر ذريعي کيتي (Tractor Farming) ۽ مشيني زراعت يا کيتي (Mechanized Farming) شامل آهن. ڏاندن ذريعي کيتيءَ جو ڪم آڳاٽي دور کان هلندو پيو اچي، ڇاڪاڻ ته کيتيءَ جي ڪم ڪار لاءِ ڏاندن واري هر ذريعي گڏ ڪيڻ، ڳاهه ڳاهڻ، اناج ۽ گاهه ڍوئڻ جو ڪم ڏاندن کان ورتو وڃي ٿو.

سنڌ ۾ زراعت جي وڌ ۾ وڌ ترقي سترهين صديءَ ۾ ڪلهوڙن جي دور حڪومت ۾ ٿي، جنهن دوران وڏا واهه کوٽيا ويا ۽ پوکيءَ لاءِ

سنڌ جي زراعت

آبپاشيءَ جو پاڻي بهتر نموني استعمال هيٺ آندو ويو. جڏهن ته هيءُ دور ارڙهين صديءَ ۾ انگريزن جي حڪمرانيءَ کان شروع ٿيو. هن دور ۾ 1932ع ڌاري سکر بئراج جو منصوبو عمل هيٺ آيو ۽ سنڌونديءَ تي ٻنهي پاسي وڏا واهه کوٽيا ويا. جنهن جي نتيجي ۾ زراعت لاءِ آبپاشيءَ جو بهتر نظام وجود ۾ آيو. جڏهن ته اوڻيهين صديءَ ۾ ورهاڱي کانپوءِ 1955ع ۾ ڪوٽڙي بئراج ۽ 1967ع ۾ گڊو بئراج ٺهڻ کانپوءِ زراعت کي وڌيڪ تقويت ملي.



ملڪ ۾ جديد زراعت واري شعور وڌڻ سبب آبادگارن پوکيءَ جا پراڻا طريقا ڇڏي، نئين زرعي ٽيڪنالاجي ۽ نئين زرعي نظام ڏانهن توجهه ڏنو آهي. جنهنڪري خالص ٻج، ڪيميائي ڀاڻ، زرعي دوائون، ٽريڪٽر ۽ جديد زرعي آلات يا فارم مشينري استعمال هيٺ اچي رهيا آهن. پاڪستان ۾ ورهاڱي کانپوءِ واري دور کان وٺي ڪجهه زرعي مسئلن جي حل لاءِ ٽيڪنالاجي جي کوٽ رهي آهي، جنهنڪري پيداوار تي خراب اثر پوندا رهن ٿا. جن ۾ سم ۽ ڪلر، گندي پاڻيءَ جو نيڪال، آبپاشيءَ جي پاڻي جي کوٽ، زمين ۾ نامياتي مادي جو اڻپورو هجڻ، وڌيڪ پيداوار ڏيندڙ جنسن جي اٽاٽ، اناج، دالين ۽ تيلي ٻجن جي کوٽ، ڪپهه، ڪيلي ۽ انب کي تباهه ڪندڙ بيمارين، ٻوٽن جو اڻپورو تحفظ، فصلن جي علائقي بندي جي کوٽ، ٻيلن جي واڍي ۽ زمين جو ڪٽاءُ وغيره اهم زرعي مسئلن ۾ شامل ڪيا وڃن ٿا.

پاڪستان ۾ 1960ع کان 1970ع واري ڏهاڪي ۾ ’سبز انقلاب‘ (Green Revolution) بعد پوک لاءِ ڪيميائي ڀاڻ ۽ جديد زرعي مشينري جهڙوڪ: ٽريڪٽر جو استعمال عمل ۾ آيو. جنهن سان زرعي ترقيءَ ۾ اضافو ٿيو. ملڪ ۾ چانورن جو ايري-6 جنسون ٻاهران آنديون ويون. پيداوار ۾ ان انقلابي قدم سان هارين ۽ آبادگارن ۾ خوشحالي آئي. ان کان سواءِ هن عرصي ۾ ڪيميائي ڀاڻ، جيت مار، ڦنگي مار ۽ گاهه مار دوائن جو واهپو عمل ۾ آيو. جنهن جا خاطر خواهه نتيجا ڏسڻ ۾ آيا. ڇاڪاڻ ته جديد زرعي ٽيڪنالاجي ۽ اوزارن زرعي ڪم کي اجا به آسان بنايو. جنهنڪري وقت ۽ گهري سيڙپ ۾ گهٽتائي آئي ۽ آبادگارن جي آمدني ۾ اضافو ٿيو. اهو سائو انقلاب هو جنهن آبادگارن کي ڏاند گاڏي کان ٽريڪٽر ۽ ٽانگي يا گهوڙي گاڏي کان پجارو تائين پهچايو. ملڪ ۾ ترقيءَ سبب گذريل ٻن ڏهاڪن (2000ع- 1980ع) ۾ اجا به وڌيڪ جديد زرعي ٽيڪنالاجي متعارف ٿي آهي ۽ ان ۾ اضافو پڻ آيو آهي. 2000ع کان 2014ع تائين اجا به وڌيڪ مشيني زراعت ڏانهن لاڙو ڏسجي ٿو پر اها معاشي لحاظ کان مهانگي هجڻ سبب پنهنجي ڪاميابي جي شروعاتي مرحلن ۾ آهي، ڇاڪاڻ ته جديد زرعي ٽيڪنالاجيءَ جي استعمال جو فائدو گهڻي قدر وڏو آبادگار ۽ زميندار وٺي سگهي ٿو.

علائقائي آبهوا، زمين جو قسم، آبپاشي نظام، فصلن جا قسم، زرعي مشينري، پوکيءَ جا طريقا، فصلن جي وارڦيرَ، ٻوٽن جو تحفظ، پيداوار جي اعليٰ خاصيت، مارڪيٽ جي سهولت، بهتر ۽ جديد زراعت جا بنياد آهن ۽ ان کي عام طور جٽادار زراعت (Sustainable Agriculture) چئجي ٿو. هن ٽيڪنالاجيءَ جي حاصلات ۽ افاديت جو دارومدار هن ڳالهه تي آهي ته آبادگار وٽ جديد فارم واريون سهولتون هجن، جن ۾ فارم جي عمارت، زرعي اوزار ۽ جانورن پالڻ لاءِ لانڍيون (Sheds) ٻج، ڀاڻ، زرعي دوائون ۽ اناج رکڻ لاءِ گدام (Store Houses)، فارم تي پاڻيءَ جو بهتر نظام، زمين جي بهتر ٻارا بندي، فارم کان پڪي تائين روڊ ۽ رستا، ناٽي وارن فصلن جي چونڊ، پوکيءَ جا جديد طريقا هجڻ سان گڏ ٻوٽن جي تحفظ لاءِ بهتر ۽ جديد اپاءَ وٺڻ جون سهولتون هجڻ ضروري آهن.

دنيا ۾ زرعي تحقيق سبب جديد زراعت ۾ اجا وڌيڪ اضافو ٿيو آهي، جنهن ۾ بايو ٽيڪنالاجيءَ جي شعبي جينياتي انجنيئرنگ (Genetic Engineering)، ٽشو ڪلچر (Tissue Culture)، مائيڪرو پروپگيشن (Micro Propagation) ۽ جين ڪلوننگ (Gene Cloning) جي ڪري ٻوٽن ۾ بهتر نسلي سڌارو ۽ پيداوار ۾ اضافو آيو آهي. هن کان اڳ ڪيميائي محرڪن ذريعي ٻوٽن جي واڌ ۽ پيداوار ۾ ڪيترين ئي تبديلين ۽ سڌارا آندا ويا آهن.

زراعت ۾ ماحولياتي تحفظ واري حوالي سان اڄ ڪلهه زرعي دوائن جي رجحان کي گهٽايو پيو وڃي، جنهنڪري جيت مار ۽ گاهه مار دوائن جي ڦوهاري کي ڇڏي ٻيا گڏيل تحفظ وارا طريقا استعمال ڪيا وڃن ٿا. سنڌ ۾ مروج پوکي واري سرشتي اندر نامياتي پوک (Organic Farming)، نامياتي ڀاڻ ۽ بايو فرٽيلائيزر به زمين ۽ فصل جون حالتون سڌارڻ ۽ پيداوار وڌائڻ ۾ مدد ڪن ٿا. پوک جا نامياتي طريقا زمين جي زرخيزي ۽ ان ۾ نامياتي مادي جو اضافو آڻين ٿا، جنهنڪري زمين جون طبعي، ڪيميائي ۽ حياتياتي خاصيتون سڌرن ٿيون. جنهن سبب زمين نرم، هوادار ۽ گهڻي وقت لاءِ پاڻي جذب رکڻ جي صلاحيت وڌائي ٿي، جنهن سان زمين زرخيز ٿئي ٿي ۽ خوراڪ جي جزن ۾ اضافي سان گڏ فصلن جي پيداوار ۾ خاطر خواهه اضافو ٿئي ٿو.



جديد زراعت ۾ فصلن جي سڌاري واري ٽيڪنالاجيءَ مطابق اڄڪلهه هائبرڊ سيڊ (ٻِسر- ٻج/ Hybrid Seeds) ۽ جينياتي تبديليءَ ...

وارن فصلن جي واڌپي ۽ پوک ۾ اضافو اچي رهيو آهي، جن ۾ اناج، تيلي ٻجن ۽ ڏاڳي وارن فصلن جا هائبرڊ سيڊ ۽ هائبرڊ جنسون تيار ڪيون وڃن ٿيون. ان سلسلي ۾ هائبرڊ مڪئي، چانور، هائبرڊ جوئر ۽ ٻاجهري ۽ ڪپهه يا وونڻن جون هائبرڊ جنسون تيار ڪيون وڃن ٿيون. ان سان گڏ بي.ٽي ڪاٽن (B.T Cotton) جا قسم به شامل آهن، جيڪي جيتن ۽ زرعي بيمارين لاءِ قوت مدافعت رکن ٿا. جڏهن ته زرعي پيداوار سان گڏ زرعي صنعتون جهڙوڪ: ڪپڙي جي صنعت (Textile Industries)، کنڊ، گيهه ۽ خوراڪي شين جون صنعتون (Food Industries)، کير مکڻ وارين صنعتون (Dairy Industries)، گوشت ۽ مڇي جون صنعتون (Meat & fish Industries)، ميوي جي صنعت (Fruit Industries)، ماکيءَ جي صنعت (Honey Industries)، ريشم جي صنعت (Silk Industries)، ٻيلن جي صنعت (Forest Industries)، اوني ڪپڙي جي صنعت (Wool Industries)، چمڙي جي صنعت (Leather Industries)، گلن جي صنعت (Flower Industries)، مشروبات جي صنعت (Beverage Industries)، مرغبانيءَ جي صنعت (Poultry Industries)، ڪاغذ جي صنعت (Paper Industries)، عمارتي ڪاٺ جي صنعت (Timber Wood Industries)، ماچيس جي صنعت (Match Industries)، مصالحن جي صنعت (Spices Industries)، دواسازيءَ جي صنعت (Drug Industries) وغيره وسيلن سان لاڳو آهن، جن جي ترقي ۽ اوسر پڻ وڌندڙ آبادي جي جياپي ۽ گذرسفر جو ذريعو بڻجي سگهي ٿي.

جديد زراعت جي واڌاري ۽ ترقيءَ سبب آبادگارن جي زرعي پيداوار جي وڪري ۽ کپت جا نوان گس ۽ رستا کليا آهن، جن ۾ سرڪاري ۽ خانگي طور زرعي خام مال کي زرعي صنعتن تائين پهچائي ان مان واپار لاءِ ڪپڙو، گيهه، کنڊ وغيره تيار ڪري ناڻو ڪمايو وڃي ٿو، جنهنڪري ملڪي سطح تي هر قسم جي جنس يا وکر جي کپت لاءِ زرعي منڊيون، مارڪيٽ ۽ ڪارخانا قائم ڪري انساني وسيلن ۽ روزگار ۾ اضافو ڪيو ويو آهي.

**سنڌ جو زرعي ماحولياتي سرشتو:** هي خطو طبعي لحاظ کان پنجن قدرتي ڀاڱن اتر وچولي، لاڙ، ٿر ۽ ڪوهستان ۾ ورهايل آهي. انهن مان ٿر ۽ ڪوهستان باراني علائقا آهن، جتي آبپاشيءَ جو ڪو باقاعدي نظام نه آهي ۽ پوکي برسات تي ٿئي ٿي. سنڌ جي باراني علائقن ۾ برسات پوڻ تي جوئر، ٻاجهري، تر، گوار، هيرڻ، گدرا، ميها ۽ ونگا وغيره پوکيا وڃن ٿا، جڏهن ته سنڌ جا اتر وچولي ۽ لاڙ وارا علائقا سنڌوءَ جي ميداني ڀاڱن (Indus Plains) ۾ شامل آهن، جيڪي سنڌونديءَ جي آبپاشيءَ واري پاڻيءَ ذريعي آباد ڪيا وڃن ٿا. سنڌ جي وچولي ميداني علائقي ۾ آبپاشيءَ جو بهتر نظام، منداڻتا ۽ دائمي واهه سنڌ ۽ بلوچستان جي ڏورانهن علائقن کي آباد ڪن ٿا.

سنڌ جي زرعي سرشتي ۽ آبپاشي نظام کي انگريزن جي دور ۾ نئين سر سڌاريو ۽ وڌايو ويو. 1932ع ۾ سکر بئراج ٺهيو، جنهن ذريعي سڄي سنڌ ۾ واهن ۽ ڪئنالن جو ڄار پکيڙيو ويو. پراڻن واهن کي وڌيڪ ۽ بهتر آبپاشيءَ لاءِ سڌاريو ويو. هن بئراج جي کاٻي پاسي رائيس ڪئنال، دادو ڪئنال ۽ ڪيرٿر ڪئنال آهن، جڏهن ته ساڄي پاسي روهڙي ڪئنال ۽ نارا ڪئنال اچي وڃن ٿا. پاڪستان ٺهڻ بعد سنڌ اندر وڌيڪ بئراجن جو اضافو ٿيو. جن مان ڪوٽڙي بئراج 1955ع ۾ ٺهيو، جنهن مان هڪ طرف ڦليلي واهه، لائينڊ چئنل ۽ پڃاري واهه نڪرن ٿا ۽ ٻئي طرف ڪلري بگهياڙ واهه نڪري ٿو. سال 1967ع جي عرصي دوران سنڌ ۾ هڪ نئين بئراج جو پايو وڌو ويو، جنهن کي 'گڊو بئراج' جو نالو ڏنو ويو. هن بئراج مان درياهه جي کاٻي پاسي گهوٽڪي ڪئنال ڪوٽي آبپاشيءَ لاءِ پاڻي پهچايو ويو سنڌ جي بئراجي سرشتي اندر علائقي ۽



فصلن جي وار ڦير جي لحاظ کان چانور، وونڻ، ڪڻڪ، ڪمند، جوئر ۽ مڪئي اهم فصلن طور پوکيا وڃن ٿا، جڏهن ته داليون، تيلي ٻج، ڀاڄيون، ميوا ۽ گاهه وارا فصل به بئراج وارين ايراضين ۾ سرشتيوار پوکيا وڃن ٿا.

آبهوا جي لحاظ کان سنڌ نيم گرم ۽ خشڪ علائقو آهي، جتي اونهاري ۾ گهڻي گرمي ۽ سياري ۾ سردي پوي ٿي. سنڌ ۾ چوماسي جون برساتون گهٽيون پون ٿيون ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته مٽيءَ جا طوفان به اچن ٿا، جڏهن ته شديد برساتن سبب گهڻي قدر ٻوڏ جهڙي صورتحال پڻ پيدا ٿئي ٿي. هن علائقي ۾ عالمي سطح تي گرمي پد ۽ شدت سبب ماحولياتي تبديليون آيون آهن، جنهنڪري چوماسي جون برساتون گهٽجي ويون آهن. نتيجي ۾ سوڪهڙي ۽ ڏڪار جهڙيون حالتون پيدا ٿي ويون آهن.

سنڌ جي زرعي سرشتي ۾ کيتي يا پوکي راهيءَ سان گڏ چوپايو مال پالڻ، ٻيلا رکڻ، باغباني ۽ جهنگلي جيوت جي اهميت آڳاٽي زماني کان وٺي اڄ به قائم ۽ دائم آهي. سنڌ هن وقت به قدرتي طور تحفي ۾ مليل زرعي جنسن ۽ سندن پيداوار ۾ شاهوڪار آهي، جن ۾ غذائي فصلن جون جنسون، ميوا ۽ ڀاڄيون، گل ڦل، وڻ ٻوٽا يا جانورن جا ڪيترائي نسل ۽ جهنگلي جيوت مشهور آهن. هن قسم جون زرعي جنسون ۽ جانورن جا نسل جيڪي اسان جي زرعي وسيلن ۽ قيمتي سرمائي ۾ شامل آهن، تن کي جديد دور جي تقاضائن موجب سائنسي طريقن سان

وڏائي ملڪي ۽ غير ملڪي واپاري ضرورتون پوريون ڪري سگهجن ٿيون، جنهن مان ڳچ ناڻو ڪمائي سگهجي ٿو سنڌ جي زرعي جنسن ۾ هڪ خاص ميوي جي جنس 'سنڌڙي انب' جي نالي سان سڃاتي وڃي ٿي، جيڪا ذائقي ۽ خوشبوءِ جي لحاظ کان بيحد مقبول آهي ۽ دنيا جي منڊيءَ ۾ وڌيڪ پسند ڪئي وڃي ٿي. جڏهن ته سنڌ جو ڪيلو، زيتون، ٻير ۽ کجور به ٻاهرين ملڪن ۾ وڌيڪ ناڻو ڪمائيندڙ ميوا جهڙوڪ: چيڪو، پپيتو، لڇي ۽ ناريل اهميت وٺي رهيا آهن، جيڪي سنڌ جي ڏاکڻي حصي ۽ ساحلي پٽيءَ وارن علائقن ۾ پوکي هيٺ آهن.

سنڌ جا سڳداسي چانور، اناج وارن فصلن ۾ اهم زرعي جنس طور شمار ٿين ٿا. گرم مصالحن ۾ مرچ جي جنس ڪي ڏسجي ته ايشيا جي وڏي ۾ وڏي مرچن جي منڊي سنڌ جي شهر 'ڪنريءَ' ۾ آهي. سنڌ ۾ ڪپڙي ۽ هٿ جي هنرواري صنعت ڏسجي ته اڄ به ڪپهه مان وڏ ۾ وڏ اجرڪ، ڪاڏي ۽ سوسيون، هالا، نئي، ٽنڊي محمد خان ۽ نصرپور ۾ تيار ڪيون وڃن ٿيون. سنڌ ۾ ٻين زرعي جنسن ۾ ميهڙ جي ميندي، لاڙڪاڻي جا ٻهه ۽ پلي ۽ بوبڪائي پنگ ۽ تماڪ وڏي اهميت رکن ٿا، جڏهن ته سنڌ جي ساحلي علائقن ۾ پان ۽ ناريل جي پوک اهميت رکي ٿي. سنڌ جي ٿر ۽ ڪوهستان وارن علائقن ۾ قدرتي جڙي ٻوٽيون خاص ڪري گگر ۽ ٿوهر وڏي اهميت رکن ٿيون.



**سنڌ جا زرعي مسئلا ۽ انهن جو حل:** هن وقت سنڌ جي زراعت تباهه حال آهي. سنڌو درياهه ۾ پاڻيءَ جو وهڪرو گهٽجي ساليانو يا موسمي فصلن جي پوکيءَ جو پورائو ڪرڻ جي قابل نه رهيو آهي. درياهه جي پيٽ مان ڪوٽڙيءَ کان هيٺ سڄو سال واري اڏامندي رهي ٿي. سنڌونديءَ جي ڇوڙ طرف پاڻيءَ جو وهڪرو ڏهن يا ٻارهن سالن کان مڪمل طرح بند آهي. نتيجي ۾ سمنڊ جو پاڻي زرخيز علائقن ۾ ڏوڪي آيو آهي، جنهنڪري زمينون، فصل ۽ تمرجا ٻيلا تباهه ٿي رهيا آهن. هاڻي ته گدو ۽ سکر بئراج وٽ به پاڻيءَ نه ٿو پهچي. دنيا جي بي مثال جهنگلي جيوت انڌي ٻلهڻ موت جي ور چڙهيل آهي.

سنڌ جي ٽنهي بئراجن تي فصلن جي پوکي سخت متاثر ٿي آهي، ڪپهه، ڪڻڪ، ڪمند ۽ سارين جي ايراضي ۾ گهٽتائي آئي آهي، جڏهن ته پوکي جي خريف ۽ ربيع جي منڊن ۾ اڪثر ڪري وارا بندي ڪئي وڃي ٿي. هن وقت سنڌ اڪيچار زرعي ۽ معاشي مسئلن جي ور چڙهيل آهي، جن ۾ ٻج، پاڻ، زرعي دوائون، زمين جي تياري، فصلن جي پوکي، پيداوار ۽ ان جي خاصيت ۽ مارڪيٽ تائين رسائي آبادگارن ۽ صوبي جي معاشي مسئلن ۾ اضافو ڪيو آهي. سنڌ جا اهم زرعي مسئلا هيٺ ڏجن ٿا.

**زراعت جي ناقص رٿابندي:** سنڌ صوبو ماحول ۽ وسيلن جي لحاظ کان سڀ کان آسودو رهيو آهي، جنهن ۾ سنڌو نديءَ جي ٻنهي پاسي زرخيز زرعي زمين، بهتر آبپاشي نظام، ڪمائتا فصل، ٻيلا، اناج ۽ پوکون، باغ، ڪيرپتا جانور، ماهيگيري، ڍنڍون، جابلو ريگستان ۽ ساموندي جيوت وغيره اهميت رکن ٿا، جن جي تحفظ، واڌ ۽ ترقيءَ لاءِ خاص رٿابنديءَ جي ضرورت آهي.

هن وقت سنڌ زرعي حوالي سان ڪيترن ئي مسئلن ۾ ڦاٿل آهي، جنهن جا ڪيترائي سبب آهن. ان ۾ وسيلن جو زيان يا تباهي ۽ انهن جي حل لاءِ ناقص رٿابندي مکيه ڪارڻ آهن. سنڌ جو آبادگار نئين زرعي حڪمت عمليءَ کان اڻ واقف ۽ جديد زراعت جي افاديت کان گهڻو وانجهيل آهي. هو هن وقت به جديد زرعي ٽيڪنالاجيءَ جي استعمال کان ڪيٻائي ٿو، ڇاڪاڻ ته ان ۾ گهڻي سيڙپ ڪرڻي پوي ٿي. سنڌ جو آبادگار اڃا سودو پوکيءَ جا پراڻا طريقا ۽ زرعي اوزار ڪم آڻي ٿو جنهن جو سبب جديد زرعي ٽيڪنالاجيءَ کان اڻ واقفيت ۽ مهانگي ۽ ڳري قيمت واري ٽيڪنالاجي آهي.

**فصل ۽ پوکي:** زراعت ۾ فصل جي پوکيءَ جي وڏي اهميت آهي. فصل ۽ پوکون ڪمائي يا آمدنيءَ جو ذريعو آهن. جن جي خوراڪي ۽ صنعتي اهميت هجڻ ڪري ڏيهي ۽ پرڏيهي ناڻو ڪمايو وڃي ٿو هتان جي فصلن ۽ زرعي جنسن ۾ اناج، دالين، تيلي ٻجن، ڀاڄين، ميون ۽ ٻين صنعتي فصلن جهڙوڪ: ڪمند، ڪپهه، ڪاڄرو تيل، مرچ ۽ مصالحا وغيره جديد تحقيق ۽ سائنسي طريقن ذريعي پوکڻ سان آبادگارن جون معاشي حالتون بهتر ٿينديون ۽ ملڪ به خوشحال ٿيندو. سنڌ ۾ اڄڪلهه اضافي آمدنيءَ وارا فصل جهڙوڪ: پان، گلاب، ميندي، نازبو، سورج مکي، تر، هيرڻ، اسپنگر، سونف، ڪلونجي، سنڌ وغيره دوائن جي صنعت ۾ ڪم اچن ٿا.

**آبهوا جي تبديلي:** عالمي سطح تي آبهوا ۾ تبديليءَ سبب گرميءَ ۾ واڌ ۽ برساتن ۾ گهٽتائي آئي آهي، جنهنڪري سڄيءَ دنيا سان گڏ سنڌ ۾ به قدرتي نباتات ۽ حيوانات (Natural Flora and Fauna) سخت متاثر ٿي آهي، ڇاڪاڻ ته آبهوا جي تبديليءَ جو دارومدار ساموندي ۽ خشڪ هوائن جي رخ ۽ رفتار ۾ فرق، سمنڊ کان پري- اوري، سمنڊ جي سطح کان اوچائي، زميني نقشي، علائقي جي آبهوا، قدرتي نباتات، پوکيءَ جي سرشتي، زمين جي قسم ۽ ٻيلن تي آهي. ان کان سواءِ آبهوا جي تبديليءَ جي عنصرن ۾ بجلي گهر، ائٽمي توانائيءَ جو اخراج، صنعتون يا ڪارخانا، چمنيءَ جو دونهون، گاڏين جو دونهون- جيڪي پڻ عالمي سطح تي گرميءَ جو درجو وڌائين ٿا، شامل آهن، جنهن جي سراسري شرح 5.1 آهي. ان جي برعڪس ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ، ميٿين ۽ اوزان گئس جي اضافي سبب گرمي ۾ واڌ آئي آهي، جنهن جو زراعت تي خراب اثر پيو آهي.

سنڌ ۾ آبهوا واريون تبديليون به عالمي آبهوا ۾ ماحولياتي تبديلين جي ڪري آهن. هن وقت سنڌ ۾ آبهوا جي تبديلين جو پوکيءَ واري سرشتي تي گهرو اثر نظر اچي ٿو. چاڪاڻ ته سخت گرمي، گهٽ برسات ۽ طوفاني هوائن ۽ سوڪهڙي وارين حالتن جي ڪري پاڻيءَ جي کوٽ پيدا ٿي آهي، جنهن سان زرعي پيداوار کي پڻ ڌڪ رسيو آهي.

**سنڌوندي ۽ ٻيلا:** سنڌ لاءِ سنڌو درياهه هڪ اهم وسيلو آهي، جيڪو سنڌ جي زرعي، معاشي ۽ ماحولياتي تحفظ جي ضمانت ڏئي ٿو. چاڪاڻ ته سنڌ جي زراعت سنڌوءَ جي ڪري ئي پنهنجو وجود قائم رکي سگهي آهي. سنڌ لاءِ درياهه آبپاشيءَ جو واحد ۽ اهم ذريعو آهي، جنهن جو پاڻي پيئڻ ۽ فصل اپائڻ جي ڪم اچي ٿو. هيءَ ندي ايشيا جي وڏين ندين ۾ شمار ٿئي ٿي، جيڪا ٿبيٽ مان نڪري هماليا جبل کان وهي اچي سنڌ جي حدن ۾ داخل ٿئي ٿي. سنڌ مان سنڌوءَ جي وهڻ جو هتان جي زراعت تي وڏو اثر آهي. جيڪڏهن سنڌ ۾ سنڌو درياهه نه هجي ها ته سنڌ به وچ ايشيا جي ويران صحرائن وانگر هڪ خشڪ وارياسو بيابان هجي ها.



سنڌو درياهه جي ڪناري سان قدرتي ٻيلا وڏي اهميت رکن ٿا، جيڪي نه صرف ٻوڏن کي روڪين ٿا، پر موسم ۽ آبهوا کي به خوشگوار بڻائين ٿا. ٻيلا گرميءَ جي شدت گهٽائڻ ۽ برسات آڻڻ ۾ ڪارگر ثابت ٿين ٿا. ٻيلن واري زمين فصلن جي پوکيءَ لاءِ ڪم اچي ٿي ۽ ٻيلا جهنگلي جيوت جو اجهو پڻ آهن. سنڌ ۾ ٻن قسمن جا ٻيلا ٿين ٿا، جن ۾ درياهي ٻيلا ۽ هترادو ٻيلا شامل آهن. سنڌ جا درياهي ٻيلا ڪشمور کان ٺٽي تائين پکڙيل آهن، جن ۾ ٻٻر، ڪنڊي، ٻير، لئي ۽ ٻاهڻ جا وڻ ٿين ٿا، جيڪي عام طور ڪاٺ حاصل ڪرڻ جو ذريعو آهن. ٻيلن مان اڪثر ڪري عمارتي ڪاٺ، ٻارڻ، ماکي، ڪنئور ۽ ريشمي پٽ ملي ٿو. ان کان سواءِ ٻيلا زمين جي حفاظت ڪن ٿا. جڏهن ته درياهه جي ڇوڙ وٽ سامونڊي ٻيلا ٿين ٿا، جن ۾ تمر جا وڻ وڏي اهميت رکن ٿا. هي ٻيلا اڪثر سمنڊ جي چاڙهه کي روڪي ساحلي پٽيءَ جو بچاءُ ڪن ٿا. هي ٻيلا جهينگي (مڇيءَ) لاءِ خوراڪ مهيا ڪن ٿا ۽ پالتو جانورن، جهڙوڪ: ٻڪريءَ ۽ اُٺ ۽ ٻين جانورن جي خوراڪ مهيا ڪن ٿا. سنڌو درياهه جي ٻيلن جي تباهيءَ جو ڪارڻ درياهه جي وهڪري ۾ گهٽتائي ۽ وڻن جي غير قانوني واڍي آهي. موجوده وقت ۾ ٻيلن جي اڪثر ايراضيءَ تي قبضا ڪيا ويا آهن. ٻيلن واري زمين تي وڏن جاگيردارن ۽ سردارن جون ڪيٽيون ناهيون ويون آهن. سنڌو درياهه پنهنجون موجون مستيون ڇڏي چڪو آهي.

هن وقت درياهه ۾ رڄ، واري ۽ ماحولياتي گدلاڻ آهي، شهرن ۽ ڪارخانن جي زهريلي پاڻي جي ڪري سنڌو هڪ وڏو سم نالو بڻجي ويو آهي.



**پاڻيءَ جي کوٽ:** سنڌ ۾ فصلن ۽ پوکن لاءِ آبپاشيءَ جو پاڻي سنڌوءَ درياهه مان ملي ٿو. هتي ٽي بئراج آهن، جن ۾ گڊو، سکر ۽ ڪوٽڙي بئراج شامل آهن. ورهاڱي کان اڳ سنڌو درياهه جو پاڻي سنڌ جي آبپاشيءَ لاءِ مخصوص هو. 1960ع ۾ سنڌ طاس معاهدي ڪانپوءِ پنجاب جي ٽن درياهن جي وڪري سبب سنڌوءَ جي وهڪري ۾ وڏيڪ گهٽتائي آئي، جنهنڪري سنڌو درياهه جي هيٺين علائقن ۾ پاڻيءَ جي کوٽ پيدا ٿي. ان کان سواءِ پنجاب ۾ سنڌو درياهه تي نوان بئراج ۽ ڪئنال ٺهڻ شروع ٿيا، جن ۾ تونسا بئراج، چشما- جهلم لنڪ ڪئنال ۽ پنجند ڪئنال تعمير ڪيا ويا، ان سان پاڻي جي کوٽ وڌي، چاڪاڻ ته اهي بئراج ۽ ڪئنال سنڌوءَ جي پاڻيءَ جي مٿين وهڪرن وارا انگ اکر غلط ڏيکاري، سنڌ جي اجازت بغير ۽ زبردستي فيصلا وٺي تعمير ڪيا ويا، جڏهن ته چشما- جهلم لنڪ ڪئنال صرف ٻوڏ وارو ڪئنال ڄاڻائي ناهيو ويو هو. جيڪو هاڻي دائمي واهه طور وهايو وڃي ٿو. جنهنڪري سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ وڌي آهي.

هن وقت سنڌو درياهه تي اجا به وڌيڪ منصوبا رٿيا ويا آهن. جن ۾ ڪالاباغ ڊيم، ڀاشا ڊيم، ٿل ڪئنال سرفهرست آهن. جن جي ٺهڻ سبب سنڌ ۾ پاڻيءَ جي شديد کوٽ ۽ سنڌ جا بئراج، واهه ۽ زمينون بنجر ٿي وڃڻ جو انديشو آهي.

سال 1991ع ۾ حڪومتي سطح تي پاڻيءَ جو معاهدو ٿيو هو، پر اڄ سوڌو ان تي به عمل نه ٿيو آهي. جنهنڪري پاڻيءَ جو مسئلو ڳنڀير صورت اختيار ڪري ويو آهي. سنڌ ۾ ربيع ۽ خريف جي فصلن لاءِ دستياب پاڻيءَ جو سراسري مقدار هيٺ ڏجي ٿو:

| بئراج | ربيع | خريف | جملي پاڻي (maf) |
|---|---|---|---|
| سکر | 9.979 | 14.404 | 24.385 |
| گڊو | 2.234 | 6.406 | 8.838 |
| ڪوٽڙي | 4.070 | 6.740 | 10.812 |
| **ٽوٽل** | 16.184 | 27.552 | 44.488 |

سنڌ ۾ فصل جي پوکيءَ جون ٻه اهم منڊون آهن. هتي پوکي ٻه آڳاٽي ٿئي ٿي ۽ لاباري جو وقت ٻه اڳواٽ اچي ٿو جنهنڪري حالتن پٽاندڙ نوان مسئلا جنم وٺن ٿا. جنهن ۾ آبپاشيءَ جي پاڻيءَ واري رسد سڀ کان اهم مسئلو آهي، ڇاڪاڻ ته آڳاٽي فصل لاءِ پاڻيءَ جو اڳواٽ بندوبست هجڻ لازمي آهي ته جيئن وقتائتي پوک ٿي سگهي.

سنڌ ۾ اونهاري وارن فصلن جي پوکيءَ ۽ پاڻيءَ جي ضرورت مارچ يا اپريل کان جولاءِ يا آگسٽ تائين هلي ٿي ۽ سياري واري فصلن جي پوکي نومبر کان ڊسمبر تائين هلي ٿي ۽ پاڻيءَ جي وڌ ۾ وڌ ضرورت مارچ تائين رهي ٿي، پر اڪثر حالتن ۾ سنڌ کي آبپاشيءَ لاءِ مقرر وقت تي پاڻي نه ٿو ملي، پر جي ملي ٿو ته ان وقت پوکيءَ جي موسم گذري چڪي هوندي آهي. اهو ئي سبب آهي، جو وڏي ايراضيءَ وارن فصلن جي پوکي رهجي ويندي آهي، جڏهن ته پاڇاٽو فصل پوکڻ سبب گهٽ پيداوار لهي ٿي ۽ آبادگارن جي سيڙپ يا موڙي واري رقم به نه ٿي نڪري. موجوده وقت حالت اها آهي ته سنڌو درياهه اڪثر ڪري سڪل رهي ٿو ۽ سندس پيٽ مان واري اڏامندي رهي ٿي. سنڌ جي ٽنهي بئراجن جي حالت به ساڳي آهي. پوکيءَ جي وقت به وارابندي ڪئي وڃي ٿي.

**پوکيءَ واري سرشتي جي تبديلي ۽ زمين جي زرخيزي:** سنڌ ۾ پوکيءَ واري سرشتي ۾ فصلن کي گهڻي اهميت ڏني وڃي ٿي، جنهن ۾ منڊائتا ۽ ساليانا فصل اچن ٿا. فصلن جي ورڇ خريف ۽ ربيع جي منڊن مطابق ٿيل آهي، جن ۾ ڪڻڪ، ڪپهه، ڪمند، تيلي ٻج، داليون، مرچ مصالحا ۽ گاهه يا چاري وارا فصل اچي وڃن ٿا.

پاڇيون ۽ باغباني ٻه سنڌ جي پوکيءَ واري سرشتي جو حصو آهن، ڇاڪاڻ ته اهڙين پوکن مان کاڌخوراڪ ۽ ناڻو ڪمايو وڃي ٿو سنڌ ۾ پاڇيون، خريف ۽ ربيع جي منڊن ۾ عام جام پوکيون وڃن ٿيون، جڏهن ته باغ لڳائڻ جو رجحان به ڪافي حد تائين وڌندڙ آهي.

1932ع ۾ سکر بئراج ٺهڻ بعد سنڌ ۾ مکيه فصلن جي پوکي منڊائتن ۽ دائمي واهن تي ٿيڻ لڳي. هن وقت پوکيءَ جي سرشتي ۾ ايتري تبديلي آئي آهي، جو زمين لڳاتار پوک هيٺ اچي ٿي ۽ ان کي ڪنهن به قسم جي ساهي يا زرخيزي قائم رکڻ جو موقعو نه ٿو ڏنو وڃي، جنهن سبب پيداوار ۾ گهٽتائي آئي آهي. سنڌ ۾ گهڻا فصل پوکڻ سبب زمين جون پيداواري صلاحيتون گهٽ ٿيون آهن ۽ آبپاشيءَ لاءِ گهٽ پاڻيءَ وارا فصل پوکيا پيا وڃن. سنڌ ۾ گهٽ پاڻيءَ وارن فصلن ۾ وونڊڻ ۽ ڪڻڪ اهم آهن، پر ڪجهه ٻيا فصل پڻ ڪاميابيءَ سان پوکي سگهجن ٿا.

سنڌ ۾ آبهوا جي تبديلين، پاڻيءَ جي کوٽ ۽ پوکيءَ جي ناقص سرشتي سبب زمين جي زرخيزي سخت متاثر ٿي آهي. زمين جي زرخيزي وڌائڻ لاءِ وٿاڻ جو پاڻ، سائو پاڻ ۽ فصل جون ڇڏيل ڏانڊيون ۽ پاڙون وغيره زمين ۾ ملائڻ ضروري آهن. سنڌ جي زمين ۾ نامياتي مادي جي کوٽ آهي، جنهن جو سبب لڳاتار پوکيءَ ڪري زمين مان خوراڪي جزن جو کپي وڃڻ آهي. ان ڪري زمين جي نه صرف زرخيزي گهٽ آهي، پر پيداواري صلاحيتون به گهٽجي ويون آهن.

## سنڌ ۾ ڪپڙي جي صنعت

سنڌ ۾ ڪيترين ئي صنعتون قائم هيون جهڙوڪ: ڪپڙي ۽ پرت جو ڪم، چمڙيءَ جي رڱاوت، عاج تي نقاشي ۽ ڪاشيءَ جو ڪم، مڇي ۽ کير مان تيار ٿيندڙ شيون. مختلف قسم جو ٿلهو توڙي سنهو خاص ڪري سوٽي يا اُن ۽ ريشم سان گڏيل سوٽي ڪپڙو سنڌ جي مکيه صنعت هئي.

**ڪپڙي اُڻڻ جا مرڪز:** ماضيءَ ۾ يا ماضي قريب ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪپڙو ٺهندو هو ۽ ڪپڙي جي صنعت جا وڏا مرڪز: ٺٽو نصرپور، سيوهڻ، مٽياري، هالا نوان، هالا پراڻا، آراضي (لڳ سيوهڻ)، ٿلٽي، ن، وسي (ضلعو ٽنڊو محمد خان)، حيدرآباد، ٽنڊو آدم، نواب شاهه، سڪرنڊ، کهڙا، گنبٽ، راڻيپور، لقمان، پير جو ڳوٺ، خيرپور، پريالوءِ، سکر، روهڙي، لکي غلام شاهه، وزير آباد، ماڙي (ضلعو شڪارپور)، شڪارپور، ڳڙهي ياسين، لاهوري محلو لاڙڪاڻو، دودائي (تعلقو لاڙڪاڻو)، عبدو، چڪ، پرڪڻ، طيب، رستم، باگڙجي، وڏا مهيسر، ٽنڊو مستي خان، راهوجا، ماڇي (لڳ پير ڳوٺ)، ڪلواڙي، امروٽ، صدر جي (ضلعو خيرپور)، ڪراچي وغيره هئا. انهن صنعتي مرڪزن مان ڪافي مرڪز ختم ٿي چڪا آهن.



لاڙڪاڻو ضلعو ڪنهن زماني ۾ ڪپڙي جي صنعت جو وڏو مرڪز هو. لاڙڪاڻي جي گزيٽيئر ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته، "قديم زماني ۾ لاڙڪاڻو سوٽي توڙي ريشمي ڪپڙي جو وڏو مرڪز هو". هينئر لاڙڪاڻي ضلعي جي ڪنهن ڳوٺ ۾ ڪو آڏاڻو ڪونهي. ان کان سواءِ ٻين به ڪيترن ئي شهرن مان هيءُ هنر ختم ٿي چڪو آهي. ڪن ڳوٺن ۾ سنڌي ڪورين کان سواءِ ماڙيچا به ڪپڙو ٺاهين ٿا، اهي مارواڙ کان لڏي آيل آهن. اتر سنڌ ۾ ماڙيچا گهڻو ڪري سکر شهر ۽ روهڙي ڊويزن جي ڳوٺن: پنو عاقل، سانگي نور شاهه جي پٽ، ڪنڌرا، ڊرب ميهر شاهه، سرتانپور، خانڳڙهه، گهوٽڪي ۽ ان جي پسگردائيءَ جي شهرن: ڏهرڪي، رهڙڪي ۾ رهن ۽ ڪپڙو ٺاهين ٿا. هي ٿر ۾ ڏيپلي ۽ ڇاڇري ۾ ڪپڙو ٺاهين ٿا.

لاڙ ۾ ماڙيچا گهڻو ڪري 'ڌهران' ٺاهيندا آهن. جن کي 'ڏوڙا' يا 'کٿا' به چيو ويندو آهي. هي کٿا ڪتيل ان مان ٺاهيا ويندا آهن ۽ سيءَ کان بچاءِ لاءِ جسم کي ويڙهڻ جو ڪم ڏيندا آهن. انهن جو بر ننڍو ٿيندو آهي،

انهيءَ ڪري ٻن ٽڪرن کي سُئيءَ سان ڳنڍيو ويندو آهي. 'ڌهران' نالو به انهيءَ ڪري پيو آهي، جو ٻن ٽڪرن ڳنڍڻ سان جڙندو آهي. اتر ۾ رهندڙ ماڙيچا به 'ڌهران' ٺاهيندا آهن، پر هو اڪثر ڪري انگوڇا ۽ پوتڙا ٺاهيندا آهن.

**هنرمند ۽ واپاري:** هن هنر سان وابسته به طبقا هوندا هئا: هڪڙا ڪارخانيدار ۽ ٻيا مزدور ۽ هنرمند. ڪپڙو اُڻندڙ مزدورن کي 'واڻيا' ۽ واپاريءَ کي 'اوستو' سڏيو ويندو هو. هي رواج قديم زماني کان هلندو پيو اچي. قديم زماني ۾ گهرن ۾ ائٽ هوندا هئا، جن تي عورتون سُٽ ڪتينديون هيون. سيٺ يا واپاري ڪاڻن تيار ٿيل سٽ خريد ڪري ويندا هئا. شاهه لطيف، سُرڪاپائتيءَ ۾ انهيءَ تهذيب ۽ تمدن جي ترجماني ڪئي آهي. هنري انقلاب ڪانپوءِ سُٽ ملن ۾ تيار ٿيڻ لڳو آهي.



ورهاڱي کان اڳ موجوده پاڪستان واري ايراضيءَ ۾ سُٽ جو ڪوبه ڪارخانو نه هو. احمد آباد ۽ ڪلڪتي ۾ سُٽ ٺهڻ جون مِلون هونديون هيون، جتان مختلف هنڌن ڏانهن تيار ٿيل سٽ موڪليو ويندو آهي.

**ڪپڙي جون خوبيون:** واپارين ۽ سياحن جي بيانن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جو ڪپڙو گهاٽو ۽ عمدو اُڻيل هوندو هو. انهيءَ ڪري سڄي اوڀر ۾ تيار ٿيندڙ ڪپڙي کان اهم سمجهيو ويندو هو ۽ ان کي ٻين ملڪن جي ڪپڙي تي ترجيح ڏني ويندي هئي. ٻين ملڪن جي ڀيٽ ۾ سنڌ جو ڪپڙو وڌيڪ سستو به هوندو هو. جنهنڪري سنڌ جو اڻيل ڪپڙو هندستان، اولهه ايشيا ۽ يورپ ۾ ڏاڍو مقبول هوندو هو. ان کان سواءِ بصري، اوڀر آفريڪا، يمن، ايراني نار ۽ ايران ۾ به وڏي پيماني تي وڪامندو هو. ايسٽ انڊيا ڪمپني سنڌ مان ڪپڙو خريد ڪري، مختلف ملڪن ڏانهن موڪليندي هئي ۽ ناڻو ڪمائيندي هئي. فائدي جي مدنظر ڪمپنيءَ جو سنڌ وارن ايجنٽن کي حڪم مليل هو ته سڄي سنڌ جي مال جي رسد کي فوري طلب جي خيال کان پاڻ وٽ ڪافي ذخيرو گڏ ڪري رکندا هئا. هنن کي پنهنجي بالا آفيسرن کان اها به خاطري مليل هئي ته جيئن سنڌ جا بافتا انگلنڊ ۾ گهڻي مقدار وڪامندا هئا، ان ڪري هو ٻين هنڌن جي مال ۾ ڪَٽروجهي به سنڌ جي آرڊر جو اندازو وڌائين. هُو سنڌ جي ڪپڙي جي واپار جي سڄي رپورٽ پنهنجي علمدارن کي ڏيندا هئا. سنڌ ايندڙ سياح لکن ٿا ته "سوٽي ڪپڙي جي لحاظ کان ٻين سڀني ڪوٺين کان سنڌ جي ڪوٺي وڌيڪ اطمينان جوڳي ۽ جاري رکڻ جهڙي آهي."

**سنڌي ڪپڙو ۽ يورپي واپاري:** يورپي واپارين ۽ تاجرن جي بيانن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ ۾ ڪيترن ئي قسمن جو عمدو ڪپڙو تيار ٿيندو هو ۽ پري پري تائين ويندو هو. سنڌي ڪوري نه فقط سُٽ مان ڪپڙو تيار ڪندا هئا، پر ڪشمير ۽ خراسان کان ڪچو ريشم گهرائي نهايت نفيس ڪپڙو تيار ڪندا هئا. ٺٽي جو نفيس گلبدن، اجرڪ ۽ بسترن جون چادرون ڏورانهن ڏيهن تائين مشهور هيون. سنڌي ڪاريگر، ڪرمان جي نرم پشم مان خوبصورت شالون تيار ڪندا هئا. روهڙيءَ جي 'تسر'، جنهن کي 'دريائي' سڏيندا هئا، ايراني واپاري وڏي شوق سان خريد ڪندا هئا.

ايران کان روهڙي ايندڙ سياح 'جوزف سالبئنڪ' جي بيان موجب، "سکر ۽ روهڙي ۾ ڪورين جو وڏو تعداد رهندو هو. ڪپڙو به تيار ڪندا هئا ۽ ڪپڙي ۽ نير جو واپار به ڪندا هئا." هو سندن ڏيتي ليتي ۽ وهنوار جي ڏاڍي تعريف ڪري ٿو. ان ڪانپوءِ نڪولس وٿنگٽن سن 1616ع ۾ سنڌ ۾ آيو. هو پڻ سنڌ جي ڪپڙي ۽ ٻين شين جي تعريف ڪري ٿو. مطلب ته مغل دَور ۾ سنڌ ڪپڙي جو اهم مرڪز ۽ وڏي تجارتي منڊي هئي. يورپي واپاري هتان ڪپڙو خريد ڪري يورپ ۽ ٻين ملڪن ۾ سٽ سيڪڙو نفعي سان نيڪال ڪندا هئا. سن 1631ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ٺٽي ۾ سنڌ جي واپار لاءِ پهريون پيرو ڪوٺي قائم ڪئي ۽ ڪپڙي جي خريداري شروع ڪئي. لاڙ ۾ ٺٽو، حيدرآباد، نصرپور، وچولي ۾ سيوهڻ، هالا، ڪنڊيارو ۽ سري ۾ گنبٽ، روهڙي، سکر ۽ شڪارپور ڪپڙي جا وڏا واپاري مرڪز هئا. انهيءَ ڪري ايسٽ انڊيا ڪمپني نصرپور ۽ سيوهڻ ۾ به ننڍا مرڪز قائم ڪيا. ٺٽي جي ڪوٺيءَ جي منتظمين 62-1635ع جي رهائش دوران ٺٽي بابت لکيو آهي ته: "ٺٽي ۾ ڪورين جا اٽڪل ٽي هزار خاندان آهن. جن مان گهڻو حصو چونڪري تي (ڪس) ڪپڙو تيار ڪري ٿو. جيڪو ترڪي ۽ ايران ۾ گهڻو وڪامي ٿو. هتان جا واپاري اهو ڪپڙو گهڻي تعداد ۾ ڪانگو (ايران جو ڪانگو بندر) ۽ بصري جي بندرن ڏانهن موڪليندا آهن."

نصرپور جي ڪوٺيءَ وارا لکن ٿا ته: "ٺٽي جي ويجهو ٻيو شهر نصرپور آهي، جيڪو ڪپڙي تيار ڪرڻ جو اهم ترين مرڪز آهي. رپورٽن موجب ان ۾ 3 هزار ڪورين جا خاندان آباد آهن."

ان زماني ۾ نصرپور جو بافتو گهڻو مشهور هو. جنهن جو ٻَرَ هڪ وال جو هوندو هو. ڏيساور ۾ ان جي تمام گهڻي گهُر هوندي هئي. انهيءَ ڪري ڪمپنيءَ جي نمائندن هڪ ڀيري نصرپور مان بافتي جا ڇهه هزار وال خريد ڪيا. سيوهڻ بابت لکن ٿا ته "سيوهڻ ۾ اٽڪل هڪ هزار ڪٽنب ڪورين جا رهن ٿا، جيڪي بهترين قسم جو ڪپڙو تيار ڪن ٿا."

ڪمپنيءَ جي ايجنٽن کي دربيلي (ڊيري) جون جوڙون گهڻو پسند هونديون هيون ۽ اهي شوق سان خريد ڪندا هئا. گنبٽ جو ڪپڙو ڪين ڪنڊياري جي ڪپڙي کان به بهتر نظر ايندو هو. سنڌ ۾ انهن ڏينهن ۾ مختلف هنڌن تي ڪپڙو اُڻيو ويندو هو. جن مان مقبول قسم

هي هئا: ’هرڪ سادو، چُريل ۽ سنهو ’بافتو‘، ’ڇيٽ‘، ’ململ‘، ’سوسي ۽ گربي‘، ’لونگيون‘، ’گيگر‘، ’حلواڻ‘، ’ڪيس‘، ’چنيون‘، ’تسر‘، ’سوڙيون‘، ’پٽراٽيون‘ ۽ ’اجرڪ‘.

انهن نمونن جو ذڪر انگريز واپارين ۽ سياحن به ڪيو آهي. ململ ۽ غاليچن جا ڪيترائي قسم هوندا هئا. ’جوزف سالبئنڪ‘ ڪيترن ئي قسمن جي ململ ۽ غاليچن جو ذڪر ڪيو آهي. ’والٽرپيٽان‘ به ململ جا ڪيترائي قسم ڄاڻايا آهن. ’وٽنگٽن‘ بافتن جون خوبيون بيان ڪيون آهن. ’اليگزينڊر هئملٽن‘ سنڌ جي جُوڙين ڪي نرم، عمدو ۽ مضبوط سڏيو آهي، جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ڪپڙي جي صنعت ۾ سنڌ جو ڪيڏو نه وڏو ناماچار هو. سترهين صديءَ کان ارڙهين صديءَ جي ٽين چوٿائيءَ تائين سنڌ جي ڪپڙي جي صنعت دنيا جي مارڪيٽ تي ڇانيل رهي. سنڌ جي ڪلهوڙي حاڪم غلام شاهه جي ڏينهن ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ 1758ع ۾ ٺٽي ۾ ٻيهر ڪوٺي قائم ڪئي. انهن ڏينهن ۾ ڪمپني ٻئي ڪپڙي سان گڏ شڪارپور مان پٽ جون شالون به خريد ڪندي هئي. ٻين شهرن حيدرآباد ۽ لاڙڪاڻي ۾ به ريشمي ڪپڙو تيار ٿيندو هو. ايشيا ۾ شهزادن لاءِ شالون، لونگيون، ڇَرَ جو ڪپڙو ۽ اجرڪ سنڌ مان روانا ٿيندا هئا. ٺٽي شهر جي اڌ آبادي ڪپڙي اُڻڻ جي ڪم ۾ رُڌل رهندي هئي.

ڪپڙي جي واپار مان فائدو ڏسي ڪمپنيءَ غلام شاهه ڪلهوڙي کان تمام گهڻيون سهوليتون ورتيون ۽ ڪپڙي جي واپار وڌي ترقي ڪئي. 1761ع واري پرواني موجب انگريزن ڪانسواءِ ٻين يورپي قومن کي سنڌ ۾ اچڻ تي بندش وڌي وئي. 1771ع ۾ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي وفات ڪئي، جنهن بعد ميان سرفراز ڪلهوڙي ڪمپنيءَ جي وڌندڙ طاقت ۽ سياسي چالبازين کي ڏسندي 1785ع ۾ ڪوٺيون بند ڪري ڇڏيون.

## سنڌ ۾ ٺهندڙ ڪپڙو

**سوٽي ڪپڙو:** سنڌ، سوٽي ڪپڙي جو گهر آهي ۽ قديم دؤر کان سنڌ جو ڪپڙو برآمد ٿيندڙ مکيہ شين مان هڪ هو. سنڌ ۾ ڪپڙي جي قسمين نمونن، سهڻي خاصيت ۽ هلڪي قيمت جي ڪري ٻاهر گهڻي طلب هئي. ان وقت سنڌ ملڪ ۾ ٺهندڙ سوٽي ڪپڙي جي ڪيترن نمونن مان ڪن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

**هرڪ سادو ۽ چريل، سنهو ۽ ٿلهو بافتو:** ان دؤر ۾ سنڌ اندر عاليشان قسم جي ڪپهہ پيدا ٿيندي هئي، جيڪا اڄ به پيدا ٿئي ٿي. انهيءَ ڪپهہ جو وڏو حصو سنڌ پنهنجي ئي ڪپڙي تيار ڪرڻ ۾ صرف ڪندي هئي. پورچوگيز حڪومت جو سرڪاري روزنامچو رکندڙ ائنٽونيو بوڪارو.(35-1631ع) جي بيان مان پتو پوي ٿو ته سنڌ جي پنهنجي مقامي ڪپهہ جي پيدائش به پوري ڪانہ پوندي هئي. انڪري ڪافي انداز ۾ ڪپهہ، ڪڇ ۽ نگنا (Nagana) مان درآمد ڪئي ويندي هئي. سنڌ اندر ٿلهيءَ توڙي سنهيءَ تند وارو سُٽ به ڪتيو ويندو هو.“ ڪپڙي لاءِ ڪم ايندڙ ڪيترائي رنگ ۽ خاص ڪري نير سنڌ ۾ ئي پيدا ڪيو ويندو هو اهو نير سوٽي ڪپڙي جي رڱڻ ۽ ڇُرائيءَ لاءِ عام طرح استعمال ڪيو ويندو هو. اهو ڪپڙو ان وقت هر هنڌ ڏاڍو مقبول هو. ان دور جي سمورن سياحن ۽ سياسي ايلچين سنڌ جي سوٽي ڪپڙي جي بهتر گڻن جي ساک ڀري آهي. سترهين صديءَ جي واپاري ايجنٽن جا بيان موجود آهن، جن مان خبر پئي ٿي ته سنڌ اندر ٺهندڙ سوٽي ڪپڙي ۾ ڪم ايندڙ سُٽ ’هڪ ساريڪو ڪتيل‘ هوندو هو ۽ ڪپڙي جو اوڃو گهاٽو ۽ سهڻو‘ هوندو هو. سنڌ ۾ تيار ٿيندڙ ڪپڙي جي خاصيت اهڙي عمدي ۽ عاليشان هوندي هئي، جو ٿيوناٽ، ٺٽي جي ڪاريگرن کي نهايت هنرمند ڪاريگرن جو خطاب ڏنو. هئملٽن ٻڌائي ٿو ته ”سنڌ جو سوٽي ڪپڙو هڪ سادي ڊزائين وارو ۽ نهايت لسائيءَ سان اڻيل هوندو هو.“

**ريشمي ڪپڙو:** سترهين ۽ ارڙهين صديءَ ڌاري سنڌ ۾ ريشمي ڪپڙي جي صنعت اوج تي هئي، جن ڏينهن ۾ ٺٽو عروج تي هو. ان وقت سنڌ ۾ عاليشان ۽ دلڪش ريشمي لونگيون تيار ٿينديون هيون، جن ۾ تاڃي ريشمي هوندي هئي ۽ پيٽو سٽ جو ڪتب آندو ويندو هو. سنڌ توڙي هندستان جا نواب ۽ امير ماڻهو انهن لونگين کي گلوبند، دستارن ۽ واسڪوٽين طور استعمال ڪندا هئا. سنڌ جون لونگيون پرڏيهي مارڪيٽن ۾ جلد کپي وينديون هيون، جتي انهن جي ڪافي طلب هوندي هئي. انهيءَ صنعت لاءِ ڪچو ريشم چين، ايران ۽ ترڪستان



مان درآمد ڪيو ويندو هو. ريشمي ڪپڙي تي سون ۽ چانديءَ جي ڌاڳن سان عاليشان ڀرت ڀريو ويندو هو. جنهن کي چمڪدوزي يا ڪيمخواب سڏيو ويندو هو اهڙو به وقت ايندو هو. جڏهن شالن، چوغن، ٽوپين، ٻارن جي شلوارن، زناني لباس ۽ وهاڻن تي چاندي ۽ ريشم سان ڀرت ٿيل سامان جي ڏاڍي گهُر ٿيندي هئي. سنڌ ۾ اهو هنر ٿرپارڪر ضلعي ۾ ٺهندڙ چنين ۾ ملي ٿو اهي چنيون سوٽي ڪپڙي کي ڳاڙهو رنگ ڏئي، مختلف رنگن جي ريشمي ڌاڳي سان مٿس ڳوڙهو ڀرت ڀري، منجهس ٽڪون هٽي تيار ڪيون وڃن ٿيون. هر قسم جي ڀرت سان ڀريل چوليون ۽ گج اڄ به عورتون ڀرن ٿيون. شالن، اٺن ۽ گهوڙن جي تلن تي ڀڻ اهو ڀرت ڀرايو وڃي ٿو چنيءَ جو هنر، سنڌ جو قديم هنر آهي. جيتوڻيڪ سترهين ۽ ارڙهين صديءَ جي سياحن، واپارين ۽ تجارتي ايجنٽن جي بيانن ۾ ان جو ذڪر ڪونہ ٿو ملي. پرڏيهي واپاري ۽ سياح رڳو سنڌ ۾ سوٽي ۽ ريشمي ڪپڙي جو واپار ڪرڻ تي آيا، پر تڏهن به انهن سنڌ جي

چنين ۽ سنڌي هنر جي ٻين عجيب شين جو ڪو به ذڪر ڪو نه ڪيو آهي، جو انهن شين جي پرڏيهي مارڪيٽن ۾ ايتري طلب نه هئي. پرت جو هنر سرپرستي نه هئڻ ڪري گهٽو ماٺو ٿي ويو پر اجا به ڏيساور جي مارڪيٽن ۾ ان جي طلب آهي ۽ اجا تائين سنڌي واپاري ٻاهرين ملڪن ڏانهن وڪڻڻ لاءِ ڪٽي ويندا آهن.

**اوني ڪپڙو:** سنڌ ۾ اوني ڪپڙي جي صنعت سوٽي، ريشمي صنعت مان هڪ آهي. اوني مال ۾ گهڻو ڪري غاليچا، ڪمبل، ڪتا، دوهران، فراسيون، لويون ۽ خرزينون اچي وڃن ٿيون، اڄ به حيدرآباد ضلعي ۾ جت ۽ بلوچ قبيلن جون زالون واندڪائيءَ جي وقت ڪمبل ۽ اونيون فراسيون ناهڻ ۾ گذارين ٿيون. ٿرپارڪر جا ڪمبل جن کي ڪتا پڻ سڏيو وڃي ٿو اُهي پائدار هئڻ ڪري گهڻا پسند ڪيا وڃن ٿا.



سنڌ ۾ اُن تمام گهڻي ۽ عمدي قسم جي پيدا ٿئي ٿي، جو ته سنڌ ۾ جتي ڪٿي رڍون جام آهن ۽ خاص ڪري ايرندي طرف ٿرجي رڻ ۽ الهندي طرف کيرٿر جبلن جي لاهين تي رڍون تمام گهڻي انداز ۾ ملن ٿيون. ان ڪانسواءِ ٻڪريءَ جي وارن (ڏاس) مان به ڪيتريون شيون تيار ٿين ٿيون. جهڙوڪ: ٿيلها، ڪمبل، جن کي ’خريز‘ چيو وڃي ٿو خرزينون، جن کي بار بردار جانورن تي اناج کڻڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. اهي خرزينون گهڻو ڪري ڪاري يا ناسي رنگ جون ٿينديون آهن ۽ نهايت پائدار ۽ مضبوط هونديون آهن.

**کيس:** سنڌي کيس تي اهڙيون ته نفيس ڊزائينون هونديون آهن، جنهن کي ڏسندي دل خوش ٿي ويندي آهي. سوٽي کيس سان گڏ ريشمي کيس به هوندا آهن. کيس ٻن پيرن کان وڏيڪ پيرن جي سٽاءَ سان اُجندو آهي. جيتري نفيس ۽ ڳوڙهي ڊزائين هوندي، ايترا گهڻا پير هوندا آهن. چئن پيرن کان ٻٽيهن پيرن تائين کيس ناهيندا آهن. اوچا کيس ٻن پيرن ۾ اُجندا آهن، پوءِ گهر ۾ عورتون ٻن پڙن کي ملائڻ لاءِ وچ ۾ پٽ يا سٽ جي ڪِيرَ يا ڪندڙو هٽنديون آهن. هن وقت سنڌ ۾ گنبت، ٺٽي ۽ نصرپور جا کيس تمام مشهور آهن.

**لونگي:** سنڌ جون لونگيون گهڻو ڪري ريشم مان ٺهنديون آهن ۽ ڪن ۾ زريءَ جا ڌاڳا به وڌا ويندا آهن. سنڌي لونگي ٻنا ڪلي ٿيندي آهي، جيڪا پٽڪي وانگر ٻڌي ويندي آهي. اڳي سنڌي لونگيءَ جو رواج گهڻو هوندو هو ۽ لونگي عزت ۽ مان مرتبي جي نشاني سمجهي ويندي هئي. لونگي گهوٽ کي مڱڻي يا شاديءَ ۾ ڪُلهن تي وڌي ويندي هئي يا موڙ ٻڌڻ مهل مٿي تي ٻڌائي ويندي هئي. امير ماڻهو يا حڪمران طبقي جا ماڻهو انعام طور به ڪنهن ماڻهو کي لونگي ڏيندا هئا. فوتيءَ تي به لونگي وڌي ويندي هئي. ماضي قريب ۾ پٽڪي جو هڪ قسم ’پيچون‘ به ٺهندو هو جيڪو سپاهي ٻڌندا هئا. اهي پيچون هر هنڌ ٺهندا هئا، پر هينئر انهن جو رواج ڪونهي.

**ململ:** هن قسم جي ڪپڙي کي ماضيءَ ۾ ’سنڌڻ‘ چيو ويندو هو هينئر ان کي ململ چيو ويندو آهي. اها تمام سنهي سٽ مان ٺهندي آهي، جيڪو ڪوري اُن کي ناهيندو آهي ته اُن کي ’ململ ڪوري‘ چيو وڃي ٿو ان ڪانپوءِ جيڪو ڪتي ان کي ڌوئي صاف ڪندو آهي، اُن کي ’لچي ململ‘ چيو ويندو آهي. قديم زماني ۾ ملتان تائين سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن ۾ ململ ٺهندي هئي. هينئر سنڌ ۾ ململ ناهڻ جو رواج ختم ٿي ويو آهي.

**کاڌي:** کاڌي، ململ کان ٿورو ٿلهو ڪپڙو هوندو آهي. قديم زماني ۾ ململ ڪانپوءِ ۽ کاڌي جو ڪپڙو وڌ مان وڌ تيار ڪيو ويندو هو. هن کي سوسي وانگر ڪني ڪانه ٿيندي آهي. هن مان گهڻو ڪري قميصون ۽



پهراڻ ٺهندا آهن. چادرون ۽ گاديلا به کاڌيءَ جو قسم آهن. کاڌيءَ جو هڪ قسم ’روهڙي مل‘ آهي. هيءُ ڪپڙو پهريائين روهڙيءَ جي ڪارخانن ۾ ٺهندو هو انهيءَ ڪري مٿس اهو نالو پيو. کاڌيءَ جو رواج هينئر گهڻو گهٽجي ويو آهي، البت نفيس قسم جي ٿلهي ميڻائين رنگ جي کاڌي فيشن طور پاتي وڃي ٿي. ان ڪانسواءِ کاڌي مختلف رنگن ۽ ڊزائينن ۾ به ٿيندي آهي.

**شوهي:** ٿلهي سٽ مان اڇو ڪپڙو تيار ٿيندو آهي، جنهن کي شوهي سڏيو ويندو آهي. اهو ڪپڙو عام طرح سياري ۾ پاتو ويندو آهي. هن ڪپڙي جو رواج قديم زماني کان هلي پيو اڳ هن مان ماڻهو پهراڻ، صدريون، چادرون ۽ سوڙيون ٺهرائيندا هئا. هينئر هي ڪپڙو صرف سوڙين ناهڻ ۾ ڪم اچي ٿو ڪپڙي کي سوڙين جي صورت ڏيڻ لاءِ مخصوص نموني ڇُريو ويندو آهي.

سنڌ ۾ ڪپڙي جي صنعت

**جوڙي:** شوهي کان وڏيڪ ٿلهو ڪپڙو به تيار ڪيو ويندو هو جنهن کي جوڙي چيو ويندو هو. 'جوڙي' غريب ماڻهو پائيندا هئا ۽ ان جو رواج انگريز دؤر تائين موجود هو. جوڙي صرف اڇي ٿيندي هئي. موهن جي دڙي جي آثارن مان معلوم ٿئي ٿو ته ان زماني ۾ به هن قسم جو ڪپڙو ٺهندو هو. ڇاڪاڻ ته ان قسم جي ڪپڙي جي رڳڙ جا نشان ڪن مهرن تي مليا آهن. قديم زماني ۾ ڪپڙي جي ٿان کي به 'جوڙي' سڏيو ويندو هو. ڪنهن شاعر چيو آهي:

ڪوري آهيان مان ڪوري،
اڻان هٿ ڪپڙي جو ٻڌايان جوڙي،
گنبٽ کهڙا راڄ اسان جو،
راڻيپور دنگ توڙي.

هينئر جوڙيءَ جو رواج مڪمل طور تي ختم ٿي ويو آهي.

**اَجرڪ:** اجرڪ، سنڌ جي خاص نشاني آهي. هيءُ هڪ قسم جي ويڙهڻ جو ڪپڙو آهي، جنهن تي ڳاڙهي ۽ نيري رنگ جا نقش هوندا آهن. هن ڪپڙي جو استعمال قديم زماني کان هلندو پيو اچي. موهن جي دڙي جي آثارن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جا ماڻهو ان زماني ۾ به اجرڪ اوڍيندا هئا، ڇاڪاڻ ته پروهت (King Priest) جي مجسمي کي اهڙي چادر ويڙهيل آهي، جنهن جي ڊزائين اجرڪ جهڙي معلوم ٿئي ٿي. ڪي اجرڪ هڪ پڙا ته ڪي ٻه پڙا ٿيندا آهن. عورتون ٻن پڙن کي ملائڻ لاءِ وچ تي ڪِير هڻنديون آهن. اڄڪلهه اجرڪ سنڌي ثقافت جو اهڃاڻ سمجهيو وڃي ٿو. اجرڪ مان عورتون قميصون، مرد بشرٽون ۽ ٽائيون به تيار ڪرائين ٿا. ڊزائين جي حوالي سان اجرڪ جا ڪيترائي قسم آهن، جن ۾: ڪڪر، ڦلن، دهلين ۽ جاميٽريءَ جون ڊزائينون ٿينديون آهن.



قديم زماني ۾ اڇي جوڙيءَ کي رنگي، ڇُري اجرڪ تيار ڪئي ويندي هئي، هينئر بافتي يا هرڪ مان اجرڪ تيار ڪئي وڃي ٿي. ريشمي ڪپڙي مان به اجرڪ تيار ٿئي ٿي. اجرڪ جي ڇُرائي ۽ رنڱائي سان ڪورين جو واسطو ڪونهي. قديم زماني ۾ اهو ڪم کٽي ڪندا هئا. (وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو: **'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا'، جلد پهريون، صفحو نمبر 132**).

**ڪهنبو:** ڪهنبو عورتن جي مٿي ڍَڪڻ جو خاص ڪپڙو ٿيندو هو جنهن تي مخصوص نقش نگار هوندا هئا. ڪهنبو خاص طرح سان شاديءَ رات ڪنوار کي پارايو ويندو هو هينئر هي رواج گهٽ آهي، البت فيشن طور اسڪارف پاتا ويندا آهن. جيڪي مختلف قسم ۽ ڊزائين جا هوندا آهن. ڪهنبي جو رواج تمام قديم زماني کان سنڌ ۾ هو موهن جي دڙي جي ڪن مورتين ۽ مهرن تي اُڪريل عورتن جي تصويرن جي مٿي تي اهڙي نموني جو ڪپڙو نظر اچي ٿو محققن جو خيال آهي ته سوٽي ڪپڙي کي ڪلف ڏئي ڪنهن قالب ۾ وجهي اهو مٿي جو ڪپڙو تيار ڪيو ويندو هو. هينئر 'ڪهنبو' ململ مان ڇري، رنگي ۽ ڪلف ڏئي ٺاهيو وڃي ٿو.

**سُوسي:** سنڌ جو خاص ڪپڙو 'سُوسي' آهي. اڳين زماني ۾ نه فقط عورتون پر مرد به سوسيءَ جون سٿڻون وڏي شوق سان پائيندا هئا. هن ڪپڙي جي نسبت بابلي تهذيب جي شهر 'سوسا' سان آهي. معلوم



ٿئي ٿو ته 'سوسا' طرف هي ڪپڙو تمام گهڻي انداز ۾ ويندو هو. انهيءَ ڪري مٽس اهو نالو پيو. انگريزن جي دؤر تائين هي ڪپڙو ايران، عراق، مسقط، يمن وغيره تائين ويندو هو. هن کي سنڌ ۾ ڪن هنڌن تي 'ڪورڪي' به چيو ويندو آهي. هن ڪپڙي ۾ مختلف رنگن جون پٽيون ٿينديون آهن، اها ڊزائين ڪپڙي اُڻڻ وقت مختلف رنگن جي تاڃين ذريعي رکي ويندي آهي. پٽيون ڳاڙهيون، ڪرمچي، ڪاريون، سايون، نيريون وغيره ٿينديون آهن، جيڪي سوسيءَ جي ڪپڙي جي سڃاڻپ آهن.

قديم زماني ۾ نفيس ۽ عمدي قسم جي سوسيءَ جي تاڃيءَ کي آڌاٽي تي اُڻڻ کان اڳ ۾ ملائم ڪيو ويندو هو ۽ تاڃيءَ کي پاڻڻ (پٽڙي لئي) ۾ پسائي ڪانن ۽ ڪائين ۾ گهوڙين تي ڏگهو ڪري، به ٽي ماڻهو مٿان بيهي، ان کي خاص قسم جي وڏن برشن سان نرم ۽ ملائم ڪندا هئا، ان کي پائمو چيو ويندو هو. پائمي جو رواج انگريزن جي دؤر تائين موجود هو سوسيءَ جي هيءَ اهم نشاني آهي ته هن قسم جي ڪپڙي کي 'جڏ رنگ' جي ڪَني نه ٿيندي آهي، جنهن رنگ جو 'تر' هوندو، ڪني ان کان مختلف رنگن جي ٿيندي آهي. سوسيءَ کي لاڙ ۾ 'ڳربي' چيو ويندو آهي. هن جو ٻَر ڏهن گرهن کان وال تائين ٿيندو آهي. سوسي سوٽي به ٿيندي آهي ته ريشمي به. هنر جي لحاظ کان هن جا ٻه قسم ٿين ٿا، سادي سوسي ۽ مونڙو. مونڙي تيار ڪرڻ لاءِ ڪوري اُڻڻ وقت ڊزائين موجب رٽيل چار پيرا مٽيندو آهي. هينئر مونڙي ۾

سونهري تار به وڌي ويجي ٿي، ان کي 'چمڪي موتڙو' يا 'تار' وارو موتڙو يا 'تلا' سڏيو ويجي ٿو. سادي سوسي ۽ موتڙي ۾ فرق هيءُ هوندو آهي ته موتڙي ۾ ليڪو هوندو آهي، جيڪو به رنگو يا ته رنگو ٿيندو آهي. ان ۾ اچي ۽ مختلف رنگن واريون تارون اهڙي نموني جڙيل هونديون آهن، جو ليڪي وارا رنگ ٽوپي وانگر ور وڪڙ سان نظر ايندا آهن. سوسيءَ جو ليڪو سڌو ٿيندو آهي. ڪن سوسين ۾ پٽا به ٿيندا آهن. موتڙي ۽ سوسيءَ جي ڊزائين موجب ڪيترائي قسم ٿين ٿا، جن مان ڪجهه قسم هيٺ ڄاڻائجن ٿا:

(1) **گلبدن:** هن ۾ ڳاڙهو يا واڱڻائي ترو هوندو آهي ۽ وچ ۾ اڇا ليڪا ٿيندا آهن. هن کي 'ڪوري' يا 'هڪ ليڪي' به چوندا آهن ۽ ڪي 'ميرخاني' به چون. جيڪب آباد وارا هن کي 'گيگم' سڏيندا آهن. ماضيءَ ۾ هن کي سوسيءَ جو بهترين قسم سمجهيو ويندو هو. هن سوسيءَ جي وڏي عزت هوندي هئي. خوشحال ۽ امير ماڻهن جون عورتون هن قسم جون شيون پائينديون هيون. ڪلاسيڪي شاعر شاهه عنات به چيو آهي:

'گلبدن جو گجريون، ارم اوڍيائون'

امير ماڻهو هن ڪپڙي جون سٿڻون وڏي شوق سان پائيندا هئا. ڪن اميرن ۽ زميندارن ته هن ڪپڙي تي خوش ٿي، ڪورين کي زمينون انعام ۾ ڏئي ڇڏيون. هن کي ڪوري 'سنهه خطو' به سڏيندا هئا.

(2) **دوخطي:** گلبدن ۾ هڪ ليڪو ٿيندو آهي. هن ۾ ٽوري ٽوري وڇوٽيءَ تي ليڪا ٿيندا آهن.

(3) **ملتاني ڇڳي:** هيءَ ڇڳي اصل ملتاني ڊزائين آهي ۽ سنڌ ۾ رائج ٿي، ان کي 'ملتاني ڇڳي' سڏيو ويو.

(4) **ڪنگڻي پاو:** هن کي پنج پٽو به سڏيندا آهن.

(5) **سوسنو:** هن کي 'بنوشو ۽ نيرپڏي' به چوندا آهن.

(6) **ڪناويز:** هن کي 'سر' به چوندا آهن. هي گهڻو ڪري ريشم مان ٺهندو هو. پنجاب ۾ ان کي ناسو به چوندا آهن.

(7) **دوخطي چوتار:** هن ۾ گڏ به اڇا ليڪا ٿيندا آهن، پر هر ليڪي ۾ ٻن تارن بدران چار تارون ٿينديون آهن. هن کي 'چرٻي' به چيو ويندو آهي.

ان کان سواءِ: (8) پنج رنگي، (9) ڇهه رنگي، (10) ست رنگي، (11) سنهي ڇڳي، (12) اگهٽ پٽي، (13) مور ڪنيپي، (14) سرڻ، (15) چمون، (16) پڳڙي ڦار، (17) موٽ، (18) ڪچومون، (19) ڪشمش، (20) تڪمي تي، (21) تيلي پٽو، (22) بادامي، (23) ليمائي، (24) وفائي، (25) مترگل وغيره قابل ذڪر آهن.

سنڌ ۾ سوسيءَ جا وڏا وڏا مرڪز هوندا هئا، جن ۾ هالا، گنبٽ، کهڙا، پير جو ڳوٺ، لاهوري محلو لاڙڪاڻو سکر ضلعي جا ڳوٺ، ماڙي، لکي غلام شاهه، وزير آباد، شڪارپور، چڪ، پرڪڻ وغيره. هينئر سوسي جو رواج ڪجهه قدر گهٽ ٿي ويو آهي، انهيءَ ڪري هينئر سوسي فقط هالا، گنبٽ ۽ کهڙن ۾ ٺهي ٿي، سا به تمام ٿوري تعداد ۾، هئي ڪنهن به شهر ۾ سوسي ڪانه ٿي ٺهي. تنهن هوندي به سوسي سنڌ ۾ شوق سان پاتي ويندي آهي ۽ تحفي طور به ڏني ويندي آهي.

**انگوڇا:** انگوڇو چوڪڙي نما ڪپڙو ٿيندو آهي، جيڪو عام طرح ڏيڍ ڪان به وال ڊگهو ۽ مُني وال ڪان ويڪرو ٿيندو آهي. چوڪڙي سنهي ۽ ليڪو ڳاڙهو ٿيندو اٿس، پر جيڪڏهن ترو ڳاڙهو ته ليڪو وري اڇو ٿيندو اٿس. ڪن ڊزائينن ۾ پٽو ليڪو به ٿيندو اٿس. هن کي ڪني به ٿيندي آهي. انگوچو وهنجڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي. عام ماڻهو ڪم ڪار وقت استعمال ڪندا آهن. ٻهراڙيءَ جا ڪيترا ماڻهو مٿي تي انگوچو ٻڌندا آهن، خاص ڪري اتر سنڌ ۾ انگوڇي جو تمام گهڻو رواج آهي. سکر ۽ خيرپور ضلعن جي ڪيترن ئي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ انگوچو تمام وڏي تعداد ۾ تيار ٿئي ٿو. سڌوجن جو يعقوب ڪوري سهڻا انگوچا ٺاهيندو هو، جن جو مشهور شاعر ارجن سڪايل به ذڪر ڪيو آهي. سنڌي ڪورين ڪانسواءِ سکر شهر ۾ مهاجر ڪوري ۽ ماڙيچا به انگوچو ٺاهين ٿا. انگوڇي جو استعمال سنڌ ۾ عام آهي، اڪثر مزدور طبقو انگوچو استعمال ڪري ٿو. ٽرواري پاسي انگوڇي جو استعمال وڌيڪ آهي.

**پوتڙو:** سنڌ جي گرم علائقن ۾ پوتڙي جو استعمال ڪيو ويندو آهي. هي مردن کي چيلهه کان هيٺ پيرن تائين هوندو آهي. پوتڙي کي 'گوڏ' به چوندا آهن. پوتڙو ٻن والن کان ٽن والن تائين ڊگهو ٿيندو آهي. هن جو ٻرُ سوا وال يا ڏيڍ وال ٿيندو آهي. خاص طرح سان اُتر سنڌ ۾ گوڏ جو رواج عام آهي. عام طور ٻهراڙيءَ جا ماڻهو گوڏ ٻڌندا آهن. خوشحال ماڻهو ۽ ڪامورا به اونهاري ۾ گهرن ۾ گوڏ ٻڌندا آهن. سنڌ کان سواءِ پنجاب ۾ گوڏ جو رواج عام آهي. عورتون به گوڏ پائين. پاڪستان کان سواءِ ٻين ڪيترن ئي ملڪن: هندستان، انڊونيشيا، ملائيشيا، ڪمبوڊيا، ٿائليند ۽ يمن وغيره ۾ پڻ گوڏ ٻَڌڻ جو رواج عام آهي. سنڌ ۾ گوڏ جو رواج قديم زماني کان هلندو پيو اچي. موهن جي دڙي جي آثارن مان معلوم ٿئي ٿو ته اهو رواج ان زماني ۾ به موجود هو. موهن جي دڙي جي هڪ مجسمي کي چيلهه تي هڪ ڪپڙو ٻڌل آهي. يجرويد ۾ به اهڙي ڪپڙي پهرڻ جو ذڪر آيو آهي ۽ ان کي 'پوپاوتيا' چيو ويندو آهي. اهو لفظ سنڌي لفظ 'پوتڙو' جي بدليل صورت معلوم ٿئي ٿو. پراڻي زماني ۾ اچي ڪپڙي کي نيرجي رنگ ۾ ٻوڙي تيار ڪيو ويندو هو. پر پوتڙي کي پاسن ۽ وچ تي ڊزائين ٺاهڻ لاءِ اچي ڪپڙي کي پهريائين ڊزائين موجب ڌاڳا ٻڌي پوءِ نير ۾ ٻوڙيو ويندو هو. نير مان ڪڍڻ کانپوءِ سُڪائي ڌاڳا کوليا ويندا هئا، ته ڊزائين ظاهر ٿي پوندي هئي. هينئر اهو رواج گهڻو گهٽجي ويو آهي. هينئر اُٺڻ وقت ٽي مختلف ڊزائينون رٿيون وينديون آهن. اهي ڊزائينون کي پٽي واريون هونديون آهن ته ڪي ليڪي واريون ڪي موتڙي تي هونديون آهن ته ڪي چوڪڙيءَ تي هونديون آهن. هٿ سان هلندڙ اُڏاڻن کان سواءِ پاور لوم (مشين) تي به پوتڙا تيار ٿين ٿا.

## سنڌ ۾ آبپاشيءَ جو سرشتو

سنڌ بنيادي طرح زرعي خطو آهي. هتي جي آسودگيءَ جو سڄو دارومدار سنڌو درياهه جي پاڻيءَ تي آهي، جنهن جي ڊيگهه اٽڪل 850 ميل آهي، جيڪو سندس ڪُل ڊيگهه جو ٽيون حصو آهي. منجهانئس اٽڪل 22000 ڪيوسڪن کان 110,000 ڪيوسڪ پاڻي نيڪال ٿئي ٿو. سنڌوءَ تي جيڪو هتراڌو آبپاشيءَ جو سرشتو وجود ۾ آيو اهو دنيا جي سڀ کان وڏن آبپاشي سرشتن مان هڪ آهي.



سنڌ جو آبپاشي سرشتو پنهنجن طبعي حالتن جي ڪري منفرد آهي، زمين جو ماڻ هرو في ميل 7 کان 9 انچ جهَڪو آهي، جنهنڪري هتي ڪيڏي به ڊيگهه وارا واهه کوٽي سگهجن ٿا. درياهه جو پيٽ زمين جي سطح کان مٿيرو ۽ هنهي پاسن کان زمين هيٺ هجڻ سبب ماضيءَ ۾ مسلسل ٻوڏون ايندڻون رهيون آهن. ميداني سطح جي هيٺ هجڻ ڪري درياهه رخ بدلائيندو رهيو آهي. انهن مخصوص جاگرافيائي حالتن جي ڪري سنڌوءَ جي آبپاشي سرشتي جو دارومدار واهن جي ڄار وڇائڻ تي رکيو ويو، جن ۾ پاڻيءَ جي ورهاست ۽ ضابطي لاءِ بئراجن جي ضرورت هئي. بئراجن جي اڏجڻ کان اڳ فقط خريف جو فصل پوکي سگهبو هو. جيڪو واهن ۾ ٻوڏ جي پاڻي اچڻ سان ٿيندو هو ۽ ربيع جو فصل گهٽي پاڳي بوسي ٿيندو هو.

**سنڌ ۾ آبپاشي نظام جي تاريخ:** آڳاٽي زماني ۾ سنڌ اندر آبپاشيءَ جو باقاعدي سرشتو موجود هو، اُن جي خبر قديم آثارن مان پوي ٿي. جيتوڻيڪ موهن جي دڙي جي ڪوٽائي ايڏيءَ گهٽي ايراضي ۾ ٿي نه سگهي آهي، جنهن مان واهن ۽ ڪڙين رستي آبپاشيءَ جي ڪنهن خاص نظام جي صورت پڌري ٿئي، پر هن ڳالهه ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته سنڌ جا ڏڌوڪا رهاڪو سنڌوءَ جي پاڻيءَ کي ڪنهن باقاعدي رٿا سان استعمال هيٺ آڻيندا هئا. آبپاشيءَ جو اهو قديم سرشتو اڻپورو ۽ ناقص هو، جنهن ۾ واهن جي کوٽائيءَ جي ڪا ترتيب ڪانه هئي. اهي ڏنگن ڦڏن وهڪرن جي صورت ۾ هئا. 1843ع ۾ انگريزن جي اچڻ تائين هيٺيان به طريقا رائج هئا:

(1) نار جي ذريعي پاڻي ڇڪڻ ۽

(2) هيٺانهينءَ زمين ڏانهن ڪڙين رستي پاڻي نيڻ.

1830ع ۾ ليفٽيننٽ برنس اُلهندي ناري مان واهن ڪڍڻ جي رٿا پيش ڪئي. 1851ع ۾ جان جيڪب بيگاري ڪئنال ۽ ڊيزرٽ ڪئنال لاءِ رٿ پيش ڪئي.

1859ع ڌاري ليفٽيننٽ فائيف، جنهن کي سنڌ ۾ جديد آبپاشيءَ جو بنياد وجهندڙ چئجي ٿو ان سنڌ ۾ واهن ۽ ڪئنالن جي هڪ وسيع ۽ پختي سرشتي جا امڪان ويچار هيٺ آندا، جنهن موجب ڪن شاخن جي کوٽائي مڪمل ڪئي وئي، ائين واهن جي ڊيگهه 7441 ميلن تائين پهچي وئي ۽ انهن جي دائري ۾ 929، 23، 29 ايڪڙ زمين آباديءَ هيٺ اچي وئي. 1907ع ۾ آبپاشيءَ جي انهيءَ سرشتي ۾ وڌيڪ بهتري آڻي، نوان ڪئنال وجود ۾ آندا ويا. وڌين ٻوڏن جي حالت ۾ هنين کي بچائڻ لاءِ درياهه جي هنهي پاسي بچاءَ بندن جي رٿا تي پڻ عمل ڪيو ويو.

سنڌوءَ کي جيڪا ٻوڏ جي پراڻي عادت هئي، تنهن هڪ حوالي سان سنڌ کي زبردست فائدو ڏنو، ان منجهان اها سوچ پيدا ٿي ته هتي آبپاشيءَ جو ڪو دائمي سرشتو وجود ۾ آڻجي، جيئن پاڻيءَ جي ورهاست وسيلي ان کي ضابطي ۾ رکي سگهجي. ان لاءِ 1846ع تائين ڪيتريون ئي رٿائون ويچار هيٺ آنديون ويون، پر 1916ع تائين ڪا به رٿ عمل هيٺ اچي نه سگهي. نيٺ ان وقت جي گورنر لارڊ لائيڊ سکر وٽ بئراج تعمير ڪرڻ جي ڀهرين ۽ مڪمل رٿا سنجيدگيءَ سان هٿ ۾ ڪنئي.

دنيا ۾ پنهنجي نوعيت جي سڀ کان وڏي ان بئراج جو ڪم 1923ع ۾ شروع ڪيو ويو ۽ 1932ع ۾ اهو جڙي راس ٿيو. 13 جنوري 1932ع تي ان جو رسمي افتتاح ڪيو ويو. ان ريت سنڌ ۾ آبپاشيءَ جو



اهو پهريون دائمي وسيلو وجود ۾ آيو سکر بئراج ۾ سنڌوءَ جي کاٻي پاسي 4 ۽ ساڄي پاسي کان 3 ڪئنال آهن، جن جي والاريل ايراضي هن ريت آهي:

**کاٻي پاسي:**

روهڙي ڪئنال: 2,837,000 ايڪڙ

اولهه ۽ اوپر فيڊر ڪئنال، خيرپور

800,000 ايڪڙ

اپرندو نارو 2,140,000 ايڪڙ

**ساڄي پاسي:**

اتر- الهندو ڪئنال: 1,027,085 ايڪڙ

رائيس ڪئنال 547,885 ايڪڙ

دادو ڪئنال 598,464 ايڪڙ



هي ڪئنال پنهنجين شاخن سميت اٽڪل 6400 ميل ڊگها آهن ۽ انهن جي مٿان اٽڪل 2000 پليون ۽ ريگيوليٽر ٺهيل آهن. اهي اهڙيءَ ريت ٺهيل آهن، جو هر سال انهن جي وسيلي 55 لک ايڪڙ زمين آباد ٿئي ٿي. انهيءَ سرشتي هيٺ ساڄي پاسي جيڪب آباد، سکر، لاڙڪاڻي، دادو، نصيرآباد ۽ بلوچستان ۽ کاٻي پاسي نوابشاهه، ٿرپارڪر، حيدرآباد ۽ خيرپور جي ڪافي ايراضي بئراج جي آباديءَ هيٺ آندي وئي.

جڏهن سکر بئراج کليو ته لاڙ جي آبادگارن اهو اعتراض اٿاريو هو ته سندن زمينن لاءِ پاڻيءَ جو مقدار گهٽجي ويندو. اها ڳالهه اڳتي هلي هڪڙي بئراج، 'ڪوٽڙي بئراج' جي تعمير جو بنياد بڻي. اهو بئراج ڄامشوري وٽ 1954ع ۾ جڙي راس ٿيو. هن بئراج جي حد ۾ 27 لک ايڪڙ زمين آباد ٿئي ٿي، هن جي کاٻي پاسي ٽي واهه آهن، جن ۾: ڦليلي، پيڃاري ۽ لائينڊ چئنل شامل آهن. ساڄي پاسي هڪڙو واهه، ڪلري بگهاڙ آهي. هن تي گهڻي ڀاڱي ٺٽي، حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ضلعن جي زمين سيراب ٿئي ٿي.

سري جون زمينون اڳا به اڳي وانگر سيلابي واهن ۽ نئين تي آباد ٿي رهيون آهن. سکر ۽ ڪوٽڙي بئراج ترتيبوار وچولي ۽ لاڙ جي زمينن لاءِ دائمي آبپاشيءَ جو وسيلو هئا، پر سکر کان مٿي واري ايراضيءَ ڏانهن انهن جي پهچ ڪا نه هئي. ان کوٽ جي پورائيءَ لاءِ گڊو وٽ نئون 'گڊو بئراج' ٺاهيو ويو هي بئراج پنهنجي حد اندر فقط خريف جي موسم ۾ پاڻي پهچائي ٿو جڏهن ته اپريل کان آڪٽوبر تائين درياهه ۾ پاڻيءَ جي سطح مٿي هوندي آهي. ربيع جي موسم ۾ پاڻيءَ جي پيچ رکو تڏهن ٿي سگهي ٿي، جڏهن موسم جي شروعات ۾ ڪا چڱي اٿل اچي. هن بئراج جي رٿا هيٺ 26 لک ايڪڙ زمين سيراب ٿئي ٿي. هن جي ساڄي پاسي ٻه فيڊرل ڪئنال کڍيا ويا آهن ۽ کاٻي پاسي هڪڙو فيڊرل ڪئنال کڍيو ويو آهي. انهن ٽنهي کي وري اڳين چوڙهن واهن سان ملائي، نئين سر سڌاريو ويو آهي.

سنڌ ۾ آبپاشي سرشتو جيڪو سڄي دنيا جو وڏو ۽ جديد ترين سرشتو آهي، سو ڪيترائي مرحلا طئي ڪري وجود ۾ آيو آهي.

*(وڌيڪ ڏسو: 'سيڊا' انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ائون ۾ 'آبپاشي'، جلد پهريون)*

## سنڌ جا ٻيلا (Forest)

ٻيءَ عالمي جنگ کان اڳ سنڌ ٻيلن سان مالامال هوندي هئي. سنڌ جا ماڻهو ڪيترن زمانن کان ٻيلن جو مال استعمال ڪندڙ هئا. اڳتي هلي هڪ دور اهڙو به آيو جو فوجي مقصدن ۽ ريلوي نظام لاءِ وڻن جي بي حساب واڍي ڪرائي وئي ۽ عالمي جنگ جي ڏينهن ۾ ٻيلن جا ٻيلا ناس ڪيا ويا.

1825ع ۾ سنڌوءَ ۾ ٻيڙن (Flotilla) ۽ 1858ع ۾ ريل جي شروع ٿيڻ سان سنڌ جي ٻيلن جو تجارتي استعمال ٿيڻ شروع ٿيو. 1857ع کان 1895ع تائين بيدرديءَ سان ٻيلا ناس ڪيا ويا. سال 1895ع کان 1935ع تائين سواءِ چند سالن جي (پهرئين عالمي جنگ دوران جيڪو ٽن سالن جو عرصو هو) عمارتي ڪاٺ جي نسبتاً گهٽ گهرج پيدا ٿي، جنهن دوران ڪنهن حد تائين ڪن هنڌن تي ٻيهر ٻيلا پوکيا ويا.



1935ع ۾ وڻن وڍڻ جو هڪ اهڙو پروگرام شروع ڪيو ويو، جيڪو ايندڙ 20 سالن تائين تيستائين هلندو رهيو. جيستائين 1939ع ۾ ٻي عالمي جنگ شروع نه ٿي. ان عرصي دوران سنڌ جي ٻيلن تي وڏو دٻاءُ رهيو، ٻارڻ ۽ ڪوئلي جي زبردست گهرج ٿيندي رهي. ان عرصي دوران ڪراچي شهر به گهڻو وڏي چڪو هو، جنهنڪري اتان جي ٻارڻ ۽ ڪائين جي ضرورت پڻ پوري ٿيڻ لڳي. تاريخ ۾ پهريون ڀيرو ڪراچيءَ ۾ ڪوئلو راشن تي ملڻ لڳو. ان عرصي دوران سنڌ جي ٻيلن جي ايتري ته واڍي ٿي، جو جن علائقن جا ٻيلا 1957ع ۾ ڪٽڻا هئا، سي مقرر وقت کان 13 سال اڳ ۾ 1944ع ۾ ڪٽي ختم ڪيا ويا.

ائين هڪ پاسي کان بدانتظاميءَ سبب گهاٽا ۽ ساوا ٻيلا تباهه ٿيندا رهيا ته ٻئي پاسي کان جنگي حالتن دوران مال/ وکرن جي گهرج پوري ڪرڻ لاءِ ٻيلن تي دٻاءُ وڌندو رهيو.

ائين سنڌ جي نباتات سان گڏ حيوانات بہ سخت متاثر ٿي. 'سنڌ ٻيلي کاتي' جي هڪ تحقيقي رپورٽ ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ: "سنڌ جا اٽڪل 50 سيڪڙو درياهي ٻيلا پنهنجي پيداوار جي لحاظ کان ايترا تہ تباهہ ٿي چڪا آهن جو انهن جي اقتصادي اهميت ختم ٿي چڪي آهي، تنهنڪري ضروري آهي تہ مؤثر اپاءَ وٺندي ٻيلن جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ پاڻيءَ جي فراهميءَ کي يقيني بڻايو وڃي تہ جيئن ٻيلا ٻيهر بحال ٿي سگهن. هونئن ڪاٺ جي گھٽجندڙ پيداوار سان گڏ ٻيلن جا (گهڻ رخا) بچاءُ ڏيندڙ اثر ختم ٿي ويندا، نتيجي ۾ سڄو ماحولياتي ماڻداڻ ڏانوانڊول ٿي ويندو."

**سنڌ جي ٻيلن جون جڙي ٻوٽيون (Common herbs of Forest of Sindh):**

آبي ناڙو (Bind weed)، جهل (Lambs quarter)، ڏنگٽي (Cockle bur)، جهنگلي بينچر (Wild paneer/ wild cheese nuts)، جهنگلي ڪنوار ٻوٽي (Agave)، گولاڙو (Coccinea cordifolia)، ڦوڳ (Calligonum)، ڪائنل پيرون (Black nightshade)، ڦرن ٻوٽو، پرسيان (Ferns) وغيره ٻيلن جي جڙي ٻوٽين ۾ شمار ٿين ٿيون.

ڪونئر (Gum) ۾ پڻ طبي خاصيتون ٿين ٿيون، جيڪو ٻٻر مان حاصل ڪيو وڃي ٿو جڏهن تہ لاک بہ هڪ اهڙو ئي ٻيو وکر آهي، جيڪو ٻيلي جي توت وارن وڻن تي پٽ ڪينئون پيدا ڪري ٿو اهو بہ هاڻي جهڙوڪ ختم ٿي ويو آهي. سنڌ جي جملي ايراضيءَ جا 1.126 ملين هيڪٽر (8 سيڪڙو) سنڌ ٻيلي کاتي جي اختيار هيٺ آهن، جنهن جو اٽڪل 2.29 سيڪڙو درياهي ٻيلن ۽ ريج رستي پوک هيٺ آهي. باقي ايراضيءَ تي تمرجا ٻيلا ۽ چراگاهہ آهن، جيڪي ٻيلي کاتي جي قبضي ۾ آهن. سنڌ جي ٻيلن کي ٽن مکيہ قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو

**(1) درياهي ٻيلا:** سنڌ ۾ درياهي ٻيلن جي وجود جو مکيہ مدار سنڌوءَ جي پاڻيءَ تي آهي، اهي ئي ٻيلن جو مکيہ سهارو آهن. هن قسم جا ٻيلا سنڌوءَ جي بچاءُ بندن سان گڏ آهن ۽ بندن کي ڪاڙ کان بچائين ٿا. درياهي ٻيلن جا 85000 هيڪٽر (35 سيڪڙو) گهاٽا ٻيلا، 27000 هيڪٽر (11 سيڪڙو) ۽ ڇدا وڻ، 39000 هيڪٽرن (16 سيڪڙو) تي ٻوڙا ۽ ننڍا وڻ موجود آهن، جيڪي ٻارڻ مهيا ڪرڻ جو مکيہ ذريعو ٿين ٿا، جڏهن تہ باقي 38 سيڪڙو زمين بنجر آهي، جنهن تي ٽڙيل پکڙيل ٻوڙا ٿين ٿا.

انهن ٻيلن ۾ وڻن جون مکيہ جنسون ٻٻر (Acacia nilotica) 60 سيڪڙو ڪنڊي (Prosopis cinraria) 14 سيڪڙو، ديوي (Mesquite) 12 سيڪڙو لئي (Tamarix dioica) 9 سيڪڙو ۽ پنج سيڪڙو ٻيون جنسون ٿين ٿيون. ٻيلن جي قبضن ۽ سنڌوءَ جي اٽپوري پاڻيءَ سبب هي ٻيلا تمام تيزيءَ سان ختم ٿي رهيا آهن.

درياهي ٻيلا، ٻارڻ، مال جي چاري ۽ جڙين ٻوٽين کان سواءِ عمارتن ۽ گهريلو سامان ٺاهڻ سميت ٻين بہ ڪيترين شين ٺاهڻ جو مال مهيا ڪن ٿا.

**(2) تمرجا ٻيلا:** پاڪستان جو سامونڊي ڪنارو 1050 ڪلوميٽر ڊگهو ۽ 40 کان 50 ڪلوميٽر ويڪرو آهي، جيڪو سنڌ (350 ڪ. م) ۽ بلوچستان (700 ڪ. م) سان ملندڙ آهي. سنڌ ۾ تمر (Mangrove) رڳو انڊس ڊيلٽا ۾ اٽڪل 600000 هيڪٽرن تي (اتر ۾ ڪورنگيءَ کان ڏکڻ ۾ سرڪريڪ تائين) ڪراچي ۽ ٺٽي ضلعي ۾ پکڙيل آهي، جن جي سالياني پيداوار 0.2 m3 هيڪٽر آهي. انڊس ڊيلٽا ۾ 17 وڏين ۽ ڪيترين ننڍين ڪريڪس/ ڇاڙهن/ ڦاٽن کان سواءِ تمام گهڻي ڏٻٽي زمين يا Mud Flats، سامونڊي ڪنارن سان اهڙا گپ وارا علائقا، جتي ويرن ۽ درياهہ جي ڇوڙ سبب گپ چڪ گڏ ٿيندي رهي ٿي، اهڙا هنڌ جهنگلي جيوت جي ماڳ ۽ سمنڊ جي ڪاڙ روڪڻ لاءِ ڪارائتا ٿين ٿا) بہ آهن، جيڪي پاڪستان ۾ ٿيندڙ جملي تمرجي ٻيلن جو 97 سيڪڙو آهن.

ڪنهن دور ۾ تمرجي ٻيلن کي مڇرن پيدا ڪرڻ جو ماڳ سمجهيو ويندو هو، جڏهن تہ اصل ۾ اهڙا ماڳ اقتصادي ۽ ماحولياتي لحاظ کان تمام گهڻي اهميت وارا ٿين ٿا. ڇاڪاڻ تہ اهي ڪراچيءَ جي پورٽ قاسم جهڙن علائقن کي لٽ ۽ ڪاڙ کان بچائين ٿا. تمرجا ٻيٽ، مڇيءَ، جهينگن ۽ ڪيڪڙن (Crabs) جون پرورش گاهون ٿين ٿا. ٻوٽن ۽ جانورن جي پيچيده گوناگونيت تاتين ٿا، سامونڊي طوفانن ۽ سونامي



جھڙين آفتن لاءِ قدرتي بچاءُ ھجن ٿا. سامونڊي جيوت ۽ پرڏيھي پکين جا ماڳ ۽ واھيرا ٿين ٿا. مقامي آبادين لاءِ ٻارڻ ۽ مال لاءِ چاري جون ضرورتون پوريون ڪن ٿا، عمارتي ڪاٺ، گھرن جي اڏاوت ۽ ٻيڙين لاءِ ڪاٺ مھيا ڪرڻ سميت تعليم، ڪوجنا ۽ تفريح جو ذريعو به بڻجن ٿا.

دنيا جي تمر جي پيٽ ۾ انڊس ڊيلٽا جو تمر- خشڪ آبھوا ۾ ٿيندو آھي ۽ وڏن ٻيلن ۾ شمار ٿيڻ سبب نرالو سمجھيو وڃي ٿو. تمر جي ھن قسم جي ٻيلن جو عام طور تي وجود سنڌو درياھ جي سدا سيراب ڪندڙ تازي پاڻي تي مدار رکي ٿو اھڙو تازو پاڻي، سمنڊ ۾ چوڙ ڪرڻ لاءِ ڊيلٽا مان وھندو اچي ٿو. انڊس ڊيلٽا جي 344845 ھيڪٽرن کي بچاءُ ڏيندڙ ٻيلو (Protected Forest) قرار ڏنو ويو آھي ۽ اھو سنڌ ٻيلي کاتي جي اختيار ھيٺ آھي.

ڪنھن دور ۾ انڊس ڊيلٽا ۾ تمر جون ست جنسون ٿيندڙ ھيون ۽ ھاڻ رڳو چار جنسون ٿين ٿيون. انڊس ڊيلٽا ۾ ٿيندڙ تمر جي جنس ۾ اٽڪل 95 سيڪڙو ايويسينيا مئرينا (Avicennia Marina) ٿئي ٿي. جڏھن ته ڪيٽي بندر ۾ سنڌوءَ جي چوڙ وٽ ايجيسيرس ڪارنيڪيولٽم (Aegiceras Corniculatam) ۽ سيريوپس ٽئگل (Ceriops Tagal) جا جڳھتا ٿين ٿا. انڊس ڊيلٽا ۾ رائزو فورا مڪرونٽا (Rhizophora Mucronata) جنسون به متعارف ڪرايون ويون آھن.

ھڪ سئٽيلائيٽ سروي مطابق سنڌ وارا تمر جا ٻيلا دنيا جا ڇھين نمبر تي وڏا ٻيلا آھن. جڏھن ته انھن ۾ سال 1977ع کان 1991ع تائين اٽڪل 160000 ھيڪٽرن جي ايراضيءَ جي گھٽتائي ٿي آھي، جنھن جو مکيه ڪارڻ پاڪستان جي صوبن جي وچ ۾ 1991ع جي پاڻي معاھدي تي عمل نه ڪرڻ سبب ڊيلٽا جو سنڌوءَ جي پاڻيءَ کان وانجھيل ھجڻ آھي.

ڊيلٽا ۾ پاڻيءَ جي کوٽ سبب ڪيٽي بندر جو اڌ تعلقو سمنڊ ڳڙڪائي ويو آھي. ٺٽي ضلعي جي ساڪري تعلقي جا ٻه تپا ۽ چار ديھون، ۽ کاري چاڻ جا ٽي تپا پنھنجي زرخيزي وڃائي ويٺا آھن. جڏھن ته سال 2002ع ۾ بدين ۽ ٺٽي ضلعن جا اٺ تعلقا سمنڊ پائڻ سبب تباھ ٿي ويا آھن.

تمر جي ٻيلن جي صحيح طرح سان سنڀال ڪئي وڃي ته ان جو ھڪ ھيڪٽر ھر سال 100 ڪلوگرام مڇي، 25 ڪلوگرام جھينگا، 15 ڪلوگرام ڪيڪڙا، 200 ڪلوگرام سپون/ڪوڏ (Molluscs) ۽ 40 ڪلوگرام سامونڊي ڪيرو (Sea Cucumber) پيدا ڪري ٿو.

*(UNEP, 1990)*



**(3) نھري ٻيلا:** سنڌ ۾ نھري ٻيلن جي شروعات 1960ع جي ڏھاڪي کان ٿي. جيڪا ساليانی ترقياتي ۽ غير ملڪي ڊونر ايجنسين کان ملندڙ سھائتا سبب 1980ع ۽ 1990ع جي ڏھاڪن دوران وڌڻ جي واڌ جو اھم سبب ٿي.

ھٽرادو پوکيل ٻيلا آبپاشي کاتي کان حاصل ٿيندڙ پاڻيءَ رستي ٿين ٿا. اھي ٻيلا عام طور تي صفتي ضرورتن جي پورائيءَ لاءِ پوکيا وڃن ٿا.

ھن وقت 2008ع کان 82000 ھيڪٽرن تي موجود اھڙا ٻيلا سنڌ ٻيلي کاتي جي ذمي آھن، جن ۾ سکر ۽ گڊو بئراجن جي ڪمانڊ ايريا ۾ وڻ پوکيا وڃن ٿا ۽ انھن ۾ ٽالھي 20 سيڪڙو ٻٻر 58 سيڪڙو يوڪلپٽس 10 سيڪڙو ديوي Mesquite ۽ ٻيون جنسون 12 سيڪڙو ٿين ٿيون.

**سنڌ جا ٻيلا:**

**سوشل فاريسٽري (Social Forestry):**

سوشل فاريسٽريءَ جو اصطلاح پھريون ڀيرو نئشنل ڪميشن آن ايگريڪلچر-انڊيا 1973ع ۾ متعارف ڪرايو ھن پروگرام شروع ڪرڻ جو مقصد اھو ھو ته جيئن ٻھراڙين جي ماڻھن کي چارو، ٻارڻ، ھلڪين ڦلڪين بنيادي ضرورتن جي پورائي لاءِ عمارتي ڪاٺ ۽ ٻيلن جو ايترو مال مھيا ٿي سگھي ته جيئن ھو پنھنجون ضرورتون پوريون ڪري سگھن.

1973ع ۾ 'سنڌ ٻيلي کاتي' شروعات ۾ سوشل فاريسٽريءَ جو ھڪ اھڙو پروگرام شروع ڪيو جنھن ھيٺ Consanier Plants، Bedded Nunenes، Wind Breaks ۽ Shelter Belts ڪٽا/ تيار ڪيا ويا. ان کان سواءِ ٻٻر جو ٻج به آبادگارن ۽ عام ماڻھن کي سستي اگھ تي ڏنو ويو.

هن پروگرام مان ايتري سٺي موٽ ملي، جو ٻيلي کاتي سوشل فاريسٽريءَ جو هڪ وسيع پروگرام شروع ڪيو جيڪو 1988ع کان 1996ع تائين هليو. يو. ايس. ايڊ (US-AID) جي سهڪار سان به هڪ اهڙو پروگرام فاريسٽري پلاننگ اينڊ ڊولپمينٽ پروگرام 1985-1986ع ۽ 1994-1995ع هليو. ساڳئي نالي سان اهڙو ٻيو پروگرام ايشين ڊيولپمينٽ بئنڪ (ADB) جي مالي امداد سان 1991-1992ع ۽ 1999-2000ع هلايو ويو. سنڌ ۾ استعمال ٿيندڙ اٽڪل 90 سيڪڙو عمارتي ڪاٺ ۽ ٻارڻ خانگي زمينن مان حاصل ڪيو وڃي ٿو. جنهن مان سوشل فاريسٽريءَ جي مستقبل ۾ اهميت ۽ افاديت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

**ٻيلن تي کوجنا:**

ٻيلن تي کوجنا جو ڪم 1950ع جي اوائل ۾ حيدرآباد ۾ سلويڪلچر ريسرچ ڊويزن جي قيام سان شروع ٿيو ۽ اڳتي هلي ٻيا به ڪيترائي تحقيقي مرڪز قائم ڪيا ويا ته جيئن نه رڳو وڻ پوکي سگهجن، پر ٻيلن جي اهڙن تيز وڌندڙ وڻن کي به وڌائي سگهجي، جن جي صنعتي اهميت ٿئي ٿي، جنهن لاءِ باهڻ (Popular) جو هڪ هائبرڊ (گاڏڙ) قسم متعارف ڪرايو ويو ۽ باهڻ جا ڪيترا قسم (Clone)، (.P deltoids، (P. euamericana) مياٽي، ڪٽڙ ۽ ميرپورماٿيلي جي تحقيقي ادارن ۾ سانديا ويا.

سفيدي جي مختلف جنسن جي ڪاميابيءَ ڪانپوءِ ٻيون ڪيتريون ئي پرڏيهي جنسون پڻ متعارف ڪرايون ويون، جن ۾ ڪونوڪارپس (آفريقي ساڳوان: African Teak/ Cono carpous) قابل ذڪر آهي، جيڪو 1960ع جي اوائل ۾ متعارف ڪرايو ويو ۽ اهو سم ۽ ڪلر وارين زمينن ۾ ڪاميابيءَ سان ڦٽي سگهي ٿو. آسٽريليا جي ٻهر جون جنسون (Acacias) به گهڻيون ڪامياب ويون. جيڪي ٻارڻ، چارڻ ۽ عمارتي ڪاٺ لاءِ ڪتب اچن ٿيون. ساڳيءَ طرح سان ايل. بي. او. ڊي جي گندي ڪلراٺي پاڻيءَ تي ڪيترن مختلف جنسن ۽ تمر جي ماحولي سرشتن تي به تجربا ڪيا ويا.

**ماحولي سياحت (Eco-tourism):** سنڌ جي مختلف ماحولياتي خطن ۾ ساوڪ، جهنگلي جيوت توڙي موسمي پهلو به مثالي ٿين ٿا، جيڪي ماحولي سياحن ۽ قدرت جي حسين نظارن جي پرستارن کي موهي سگهن ٿا. ماحولي سياحت رستي نه رڳو مقامي ماڻهن لاءِ آمدني ٿي سگهي ٿي، پر انهن غريبن کي به فائدو ٿي سگهي ٿو جيڪي ننڍين ننڍين نوڪرين ۾ قاتل رهن ٿا. لاڙڪاڻي ڊويزن جي ڏوڪري پلانٽيشن رينج ۾ موجود دنيا جي قديم آثارن مان مشهور تهذيبي ۽ تاريخي ماڳ 'موهن جو دڙو' اهڙيءَ ماحولي سياحت لاءِ بلڪل موزون سمجهيو وڃي ٿو

**ريشم سازي (Sericulture):** سنڌ ۾ ريشم يا پشم سازيءَ جو بنياد 1977ع ڌاري وڌو ويو ۽ صوبي جي ٻهراڙين جي عورتن لاءِ پاڪستان سرڪار جي وومينس ڊويزن 1980ع ۾ هڪ اهڙو پروگرام شروع ڪيو ويو. جنهن تحت حيدرآباد، سکر، گهوٽڪي، ٿرپارڪر ۽ سانگهڙ ضلعن ۾ تربيتي ڪورس ڪرايا ويا. پٽ ڪينئن پالڻ ۽ ڪوين جي پيداوار لاءِ ٻهراڙين جي 500 خاندانن کي ان لاءِ سکيا ڏني وئي، جڏهن ته اهو ڪم مالي ۽ فني سببن ڪري اجا تائين هڪ صنعت جو درجو حاصل ڪري نه سگهيو آهي.

**ماکي پالڻ (Apiculture):** 1982ع ۾ 'انٽروڊڪشن آف اپيڪلچرل ان سنڌ' نالي سان ٽن سالن لاءِ هڪ رٿا شروع ڪئي وئي، جنهن لاءِ آسٽريليا مان ماکيءَ جون ڇهه ڪالونيون گهرايون ويون. ماکيءَ جي مکين جي پالنا اُن سبب به اهميت واري ٿئي ٿي، جو اهي مکيون زراعت



سميت ٻين ڪيترن قسمن جي وڻن ٽڻن لاءِ به فائديمند ٿين ٿيون. جهڙوڪ: سرنهن (Mustard)، سورج مکي (Sunflower)، برسيم (Burseem)، ٻير (Ber)، آرينا (Arita)، ديوي (Mesquite) ۽ ناريل (Coconut) وغيره. سنڌ ۾ عورتن ۽ ٻهراڙيءَ جي ماڻهن لاءِ سکيائي پروگرام ۽ ماکيءَ جي مکين جي پالنا جو ڪم شروع ڪيو ويو. مسلسل فنڊ نه ملڻ ۽ ماهرن جي نه هجڻ سبب هيءَ پروگرام گهڻو متاثر ٿيو

| ٻيلي جو قسم | جملي پکيڙ سيڪڙو | جملي ايراضي (ملين ايڪڙ) |
|---|---|---|
| درياهي ٻيلا | 1.710.58 | 0.5960.203 |
| نهري ٻيلا | 2.453.25 | 0.8521.131 |
| تمري ٻيلا | 7.99جهڙوڪ 8.00 | 2.782 |

## سنڌ جي ٻيلن ۾ ٿيندڙ وڻ ۽ ٻوٽا

| سنڌي نالو | نباتاتي/ انگريزي نالو |
|---|---|
| (1) اڪ | Mudar (Rubber bush)/ *Calotropis procera* |
| (2) انب | Mango/ *Mangifera indica* |
| (3) لئو | Tamarisk/ *Tamarix articulata* |
| (4) ٻبر | Gum Acacia/ *Acacia nilotica* |
| (5) ٻاهڻ | Indus Poplar/ *Populus euphratica* |
| (6) ٻير | Jujube/ *Zizyphus jujuba* |
| (7) ٻڙ | Banyan/ *Ficus bengalensis* |
| (8) ڏڀ | Meadow Grass/ *Poa cynossuroides* |
| (9) گيدوڙي/ليسوڙي | Cordia / Sepistan/ *Cordia myxa* |
| (10) گدامڙي | Tamarind/ *Tamarindus indica* |
| (11) ڄمون | Blackberry/ *Szyginum cumuni* |
| (12) ڄار | Tooth brush Plant/ *Salvadora persica* |
| (13) ڪرڙ | Leafless Caper bush/ *Capparis aphylla* |
| (14) ڪانڊيرو | Camel thorn/ *Alhaji maurorum* |
| (15) ڪنڊي | Edible Podded Prosopis/ *Prosopis cineraria* |
| (16) ڪانئل/ پيرون | Solanum Incertum/ nigrum |
| (17) ڪانهه | Thatch grass/ *Saccharum spontaneum* |
| (18) ڪبڙ | Salvadora tree/ *Salvadora obleoides* |
| (19) لئي/ لئو سرنهن (وڻ) | Tamarisk/ *Tamarix dioica* |
| (20) لئي | Tamarisk/ *Tamarix aphyla* |
| (21) للري | Achyranthes Attenuifolia |
| (22) ديوي | Mesquite/ *Prosopis glandulosa* |
| (23) سر | Saccharum / Saccharum munja |
| (24) پن | Elephant Grass/ *Typha elephantina* |
| (25) ڦوڳ | Calligonum/ *Calligonum polygonoides* |
| (26) پپر/ پپل | Ficus- Peepal/ *Ficus religiosa* |
| (27) سرنهن | Mustard/ *Brassica campestris* |

### پاڪستان ۾ تمر جي مختلف جنسن (species) جي ورهاست:

(1) رائزوفوريسيائي (Rhizophoraceae): سنڌ جي ساحل، سنڌوءَ جو ڇوڙ وارو هنڌ ۽ لوڻياڻي پاڻيءَ واري ڪاڙهي

(2) ڪرڙي (Ceriops Tagal)

(3) Ceriops Decandra: سنڌ جا ويرين وارن ماڳن ۾ مشڪوڪ سمجهيا وڃن ٿا.

(4) Rhizophora Apiculata (T & S): سنڌوءَ جي ڇوڙ وٽ ويرين وارا ڏهٽي يا گهراڻا ماڳ

(5) ڪمڙي (Rhizophora Mucronata): سنڌو جو مياڻي، لسٻيلو

(6) مرسينيسيائي (Myrsinaceae): سنڌوءَ جي ڇوڙ وٽ ساحلي ۽ ويرن واريون ڪاڙيون.

(7) چينئر/چوپڙ Aegiceras Comiculatum: سنڌوءَ جي ڇوڙ ڪراچي، مياڻي ۽ ڇوڙ وٽ

(8) اويسينيئسيائي Avicenniaceaea

(9) Avicennia Marina: تمر جا ويرين وارا ڏهٽي يا گهراڻا ماڳ- سئنڊس سپٽ، چاڻا، ڪريڪ، ٻين ڪاڙين وٽ ڪلمٽ خور

(10) سونريشياسيئي Sonneratia Caselaris: سنڌوءَ جي ڇوڙ ۽ ٽائيڊل زون وٽ رڳو ملن ٿا.

### سال 1977ع ۽ 1990ع ۾ سيٽلائيٽ رستي تمر جي پکيڙ ۾ فرق

| قسم | هيڪٽر 1977ع | هيڪٽر 1990ع |
|---|---|---|
| گهاٽا تمر ٻيلا (Dense Mangroves) | 52600 | 68100 |
| وچولا تمر ٻيلا (Medium Cover Mangroves) | اڻ ڪٿيل | 58500 |
| عام رواجي تمر ٻيلا (Normal Mangrovs) | 210500 | اڻ ڪٿيل |
| ڇدا تمر (Spars Cover Mangroves) | اڻ ڪٿيل | 31900 |
| تمر جي جملي پکيڙ (Total Mangrove Areas) | 263100 | 158500 |
| تمر (Mangrove Cover) | 43.3% | 26.6% |
| ڇڊو/ ٻباساوڪ / مڊفلئٽ (Mud flats) | 137600 | 382700 |
| واري (Sand) | 44500 | 29300 |
| ڪاڙين وارا علائقا (Creek Areas) | 162000 | 23600 |
| لوڻ ڪاٽيون (Salt Plains) | اڻ ڪٿيل | 1100 |
| **جملي / ڪُل ايراضي** | **607200** | **595200** |

## سنڌ ۾ رکون (Protected Areas in Sindh)

| ماحولي خطو | ضلعو | ايراضي (هيڪٽر) | رک |
|---|---|---|---|
| خشڪ/نيم خشڪ | ٺٽو | 314 | ديهه جنگيسر |
| خشڪ/ نيم خشڪ | ٺٽو | 429 | ديهه خليفا |
| درياهي ٻيلو | لاڙڪاڻو | 2312 | دوسو ٻيلو |
| درياهي ٻيلو | حيدرآباد | 954 | هالا |
| سنڌو درياهه | جيڪب آباد/ گهوٽڪي | 44200 | انڊس رور ڊولفن شڪارپور ۽ سکر گيم ريزور (سکر کان گڊو بئراج) |
| آبپاشيءَ رستي ٿيندڙ ٻيلو | سانگهڙ | 3885 | ڪپرو ٻيلو |
| نيم خشڪ ۽ زرعي علائقو | سکر | 1234 | منڊو ديرو |
| نيم خشڪ (Semi Arid) | ٺٽو | 777 | ميرپور ساڪرو |
| ريگستان ۽ ويٽ لئنڊ | خيرپور | 109966 | نارا |
| درياهي ٻيلو | نوابشاهه | 1969 | پئي ٻيلو |
| درياهي ٻيلو | حيدرآباد | 349 | صاحب سمو |
| خشڪ/نيم خشڪ | دادو | 406302 | سرجان، سمبڪ، آري ۽ هوٿياڻو |
| ريگستان ۽ نيم خشڪ | سانگهڙ | 5343 | ٽنڊو مٺا خان |

## سنڌ ۾ تحفظ ڏنل علائقا:

| جوءِ ماڳ | ضلعو | ايراضي (هيڪٽر) | تحفظ ڏنل علائقو |
|---|---|---|---|
| دادو/ ڪراچي | ڪيرٿر | 308733 | نيشنل پارڪ |
| ويٽلئنڊ | ٺٽو | 121 | بجورو چيچ |
| ويٽلئنڊ | ٺٽو | 405 | ڪٽ منارڪي چيچ |
| ويٽلئنڊ ڪامپليڪس | نوابشاهه | 20243 | ديهه اڪرو-II |
| دريائي ٻيلا | شڪارپور | 2098 | ڊونڪ بلاڪ |
| ويٽلئنڊ | لاڙڪاڻو | 164 | ڏگهه ڊنڊ |
| ويٽلئنڊ | جيڪب آباد | 31 | گنداڪ ڊورو |

سنڌ جا ٻيلا

| | | | |
|---|---|---|---|
| ويٽلئنڊ | ٺٽو | 40 | گليل ڪوري |
| ويٽلئنڊ | حيدرآباد | 24 | گلشير ڍنڍ |
| ويٽلئنڊ | ڪراچي | 27219 | حب ڍنڍ |
| ويٽلئنڊ | ٺٽو | 1321 | هديرو ڍنڍ |
| ويٽلئنڊ | ٺٽو | 1704 | هاليجي ڍنڍ |
| ويٽلئنڊ | ٺٽو | 324 | - |
| ويٽلئنڊ | ٺٽو | 8948 | ڪيٽي بندر اتر |
| ويٽلئنڊ | ٺٽو | 23046 | ڪيٽي بندر ڏکڻ |
| ويٽلئنڊ | ٺٽو | 81 | - |
| ويٽلئنڊ | لاڙڪاڻو | 11 | ڪٽ ڍورو |
| ويٽلئنڊ | ٺٽو | 130468 | ڪينجهر ڍنڍ |
| ويٽلئنڊ | نوابشاهه | 30 | ڪوٽ ڍنگورو |
| ويٽلئنڊ | نوابشاهه | 101 | لاکاٽ |
| ويٽلئنڊ | لاڙڪاڻو | 19 | لنگهه ڍنڍ |
| خشڪ/ نيم خشڪ | دادو | 70577 | محال ڪوهستان |
| ويٽلئنڊ | ٺٽو | 24 | - |
| ويٽلئنڊ | ٺٽو | 162 | - |
| ويٽلئنڊ | حيدرآباد | 57 | مياڻي ڍنڍ |
| ويٽلئنڊ | نوابشاهه | 16 | محبت ديرو |
| ويٽلئنڊ | - | 12 | منارڪي |
| ريگستان | سکر/ شڪارپور | 223590 | نارا ريگستان |
| ويٽلئنڊ | ٺٽو | 243 | نورنگ |
| ريگستان/ پوسل وارو | بدين/ ٿرپارڪر | 320463 | رڻ ڪڇ |
| ويٽلئنڊ | حيدرآباد | 23 | - |
| ويٽلئنڊ | ٺٽو | 84 | - |
| ويٽلئنڊ | ٺٽو | 61 | - |
| ريگستان/ پوسل وارو | خيرپور | 43513 | - |

## سنڌي پسون ۽ پکي پرڏيهه ۾ (Sindhi Cattle & Birds in Foreign):

سنڌ جي چراگاهي دور جي ترقيءَ سبب سنڌي نسل جي جانورن جي هاڪ دنيا ۾ ٿي. ڪنهن دور ۾ سنڌ جي مال جو وڏو ڪاپو وچ اوڀر ۾ ٿيندو هو.

سنڌ جي ٻن ٿوهن وارن اٺن جو ڏيساورن ۾ ايترو ته ڪاپو ٿيو جو انهن جو نسل سنڌ مان مرڳوئي ختم ٿي ويو. هيروڊوٽس (450 ق. م) پهريون تاريخدان هو جنهن سنڌ جي ٻن ٿوهن وارن اُٺن جو ذڪر ڪيو آهي. اُن ڪانپوءِ عرب سياحن به سنڌ جي ٻن ٿوهن وارن اُٺن جو ذڪر ڪيو آهي. بشاري (375 هه) لکي ٿو ته، "فارس ۽ بلخ تائين سنڌ جي ٻن ٿوهن وارن اُٺن جو نسل رائج ٿيو. جنهن ڪي سنڌي پالهه ۽ عربي فالج سڏيندا آهن."

سنڌ ۾ انيڪ زمانن تائين، گهرو ۽ تاتيل جانورن جي هرهڪ جنس جا ڪي نمونا جهنگلي نموني ۾ به لڌا ويندا هئا. جهڙوڪ ڪارونجهر ڪان هيٺ ڪڇ واري قديم سنڌ جي ماڳ ۾ هزارين ٽولن جي صورت ۾ جهنگلي خر (گڏهه) گهمندا ۽ چرندا وتندا هئا. يا سنڌوءَ جي منڍ واري ماٿري ٿهيٽ ۾ 'مارڪوپولو' نالي جهنگلي رڍون جبلن تي پيون چرنديون هيون.

ارغونن ۽ ترخانن جي دور تائين سنڌ ۾ جهنگلي اٺ به هوندا هئا. جڏهن همايون، شير شاهه سوريءَ پاران هندستان تي قبضي ڪرڻ ڪانپوءِ دربدر ٿي سنڌ پهتو هو. ان دور ۾ شاهه حسن ارغون همايون کي هڪ هزار اٺ ڏنا هئا. جن مان 100 جهنگلي اٺ جهنگ منهن ڪري سامان سوڌو گم ٿي ويا هئا. جن جهنگلي جانورن مان کير، گوشت، ڏڌ ۽ مکڻ حاصل ٿي سگهي ٿو. تن کي قديم سنڌي لوڪن ڌڻن جي صورت ۾ پاليو ۽ انهن جي واڌويجهه ڪئي. نه رڳو ايترو، پر ان نسل کي چاريندي هڪ جوءِ کان ٻي جوءِ. هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ وڃي نڪتا.

ڊاڪٽر سرفراز پٽي پنهنجي مقالي 'بدين ضلعي جون ڪي مشهور قومون' (جت ۽ ملاح) ۾ لکي ٿو ته، "سنڌ جا بهادر جت عرب ۾ مختلف وسيلن سان پهتا، انهن مان ڪجهه بصري کان عمان ۽ بحرين تائين وارن سامونڊي ساحلي علائقن ۾ آباد ٿي، رڍون، ٻڪريون ۽ اٺ پاليندا هئا.

هو وڌيڪ لکي ٿو ته، "انهن جتن مان گهڻائي ايراني شهنشاهن جي فوج ۾ سپاهه جي هئي، جيڪي ايران ۽ عرب ۾ رهندا هئا، سندن مرڪز ابلا (البصره) ۽ ڏکڻ يمن پهتو جتي هنن جا وڏا وڏا شهر پڻ آباد هئا، جن مان 'سوق' نالي شهر به آباد آهي، جنهن کي 'زُطيه' به سڏيو ويندو هو."

اهي سنڌي جت ئي هئا، جيڪي پهريون ڀيرو مينهن جو نسل شام ملڪ ڏانهن وٺي ويا، جن کي ڏسي شام وارا اچرج ۾ پئجي ويا، چوته شام واسين ان کان اڳ اهڙو ڪير ڏيندڙ جانور نه ڏٺو هو

وچ اوڀر جي ملڪن ۾ چوپائي مال سان گڏ سنڌ جي پکين جهڙوڪ: سنڌ جي مورن جي گهرج جو ذڪر ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ پنهنجي هڪ مقالي 'سنڌ ۾ جهازراني' ۾ پڻ ڪيو آهي، اُهي مور اتي پهچي پنهنجو ساڳيو رنگ روپ قائم نه رکي سگهيا. سنڌي اصيل ڪڪڙ عرب ۽ وچ اوڀر ۾ ڏاڍا پسند ڪيا ويندا هئا.

## سنڌ جو چراگاهي دور (The Shepherd Period of Sindh):

سنڌ جو چراگاهي دور، ڳئُن (Cows)، ڏڳن (Oxes)، اُٺن (Camels)، گهوڙن (Horses)، گڏهن (Donkeys)، مينهن (Buffalows) ۽ رڍن (Sheeps) ڌارڻ واري دور، اٽڪل روءِ ڏهه هزار ق. م کان شروع ٿيو.

سنڌ ۾ پراڻي پٿر جي جمار (Old Stone Age) وارو دَور 240000 ق. م کان 80000 ق. م تائين رهيو. وچئين پٿر جي جمار (Middle Stone Age) 80000 وارو دور ق. م کان 40000 ق. م کان 10000 ق. م تائين رهيو. شڪار لاءِ هٿيار جو استعمال 20 لک ورهيه ق. م کان 10 لک ق. م تائين رهيو. اهڙا اهڃاڻ سنڌوءَ جي پارتوندي، 'اسوان' واري ماٿريءَ مان مليل قديم پٿرن جي هٿيارن مان مليو آهي.

سنڌ جي آڳاٽي شڪاري سماج مان ئي مالوند سماج جڙيو. بلڪ ڪو وقت شڪاري، ڌڻ وند ۽ ڏوٿي سماج گڏوگڏ هلندا آيا.

ايم. ايچ. پنهور پنهنجي هڪ مقالي ۾ لکي ٿو ته 'پٿر جو وچيون دَور' (Mesolithic Age) سنڌ اندر 5500 ق. م ڌاري شروع ٿئي ٿو. انهيءَ دور ۾ ڏوٿي لوڪن (Gatheves People) ۽ شڪاري لوڪن (Hunter People) جهنگلي جانورن کي گهرو (Domestic) بنائڻ شروع ڪيو."

هو پنهنجي مقالي ۾ وڌيڪ لکي ٿو ته، "اهي شڪاري ۽ ڏوٿي لوڪ پنج لک ورهيه ق. م ۾ سنڌو ماٿريءَ ۾ گڏوگڏ رهندا هئا. اهو سلسلو اوائلي پٿر جي دَور (Early Stone Age) کان وٺي پٿر جي وچئين دور (Middle Stone Age) تائين روهڙيءَ جي چقمقي پٿر (Flint) واري دور کان وٺي هڪ لک ورهيه اڳ تائين هڪ وڏي پٿر جي صنعت واري ڪاريگريءَ ۾ مصروف رهيا." ان ڏس ۾ سڀ کان اڳ ۾ ايشيا جي شڪاري لوڪن جهنگلي ڪُتي کي گهرو جانور (Domestic) بنايو. ان ڪري اهو سڀ کان اوائلي جانور آهي، جيڪو انسانن سان گڏ دوست جي حيثيت ۾ رهندو آيو آهي. ٻيا جانور وڏي انگ ۾ ڌارڻ جو رواج نئين پٿر جي دور (Neolithic Age) کان ٿورو اڳ شروع ٿيو.

شڪاري سماج ۾ جڏهن جيئڻ جا نيم (اصول ۽ ضابطا) ٺهڻ شروع ٿيا. تڏهن پهريون سماجي انصاف وارو اصول شڪار جي ورهاست تي جڙيو ۽ انهيءَ دور جو چڱو ۽ پريو مڙس جيڪو شڪار جا ڀاڱا ۽ پتيون ڪري سڀني ۾ ورهائيندو هو، اها هستي پڳوان (ڀاڱ= حصا + وان = وارو) نظر اچي ٿي. اهو پهريون پريو مڙس سنڌو ماٿر جوئي هو ان ڪانپوءِ ٻي هستي شِوَ (Shiva) آهي، جيڪو پشوپتي (پسون پتي) به آهي.

سنڌ جي پسون پتي (King of Beast) واري سنڌو مهر پنج هزار ورهيه آڳاٽي آهي، جنهن مان آڳاٽي انسانن جي جانورن سان پريت ۽ ويجهڙائپ ظاهر ٿئي ٿي، جڏهن ته قديم آثارن ۽ ڏندڪٿائن تي آڌاريل هڪ اييپاس موجب اِها 'پسون پتيءَ' واري روايت اٺاويهه هزار ورهيه آڳاٽي ايشيا ۽ يورپ جي قديم تعلق جي اييپاس ۾ ثابت ٿيل آهي. 'پسون پتي' ۽ يورپ جي ڪيلٽڪ لوڪن جي 'سرسو نوس' جي چٽن ۾

هڪجھڙائي اھڙي آڳاٽي ۽ بنيادي لاڳاپي جي نشاندھي ڪن ٿيون.

انھيءَ دور ۾ انسان جو فائدو ڏيندڙ جانورن سان ويجھڙائپ ۽ پيار وارو رشتو جڙيو ۽ شڪاري لوڪن مان ئي الڳ الڳ نموني جي جانورن جي پالنا جو ڪم شروع ٿيو. سنڌ جا آڳاٽا مالوند لوڪ نہ رڳو سنڌ پر سڄو ايشيا لتاڙي يورپ ۽ ترڪيءَ تائين وڃي پھتا.

جيمس ٽاڊ پنھنجي ڪتاب 'The Annals and Antiquities of Rajasthan' ۾ لکي ٿو تہ، ”گولا' لفظ سنسڪرت گلا (ڪير) جو مخفف آهي. گولا راجپوت آهن ۽ چوپائي مال تي گذران ڪندا هئا. يورپ جا گال ۽ ڪيلٽ بہ سندن شاخون آهن.“ اڄ بہ هنديءَ ۽ اردوءَ ۾ 'گوالا' جي معنيٰ کِير وارو آهي.

اهي ئي آڳاٽا مالوند مارو ماڻھو هئا، جيڪي جڏهن ٽانيڪا ٿي وسنديون جوڙي ويٺا تہ راجپوت ۽ گجر سڏجڻ ۾ آيا. اهي ڌڻ وند لوڪ ۽ سنڌ جا مالوند ماڻھو پوءِ اڳتي اوٺار (جت)، ڳنوار، پھنوار، ريڏار ۽ ميھار سڏجڻ ۾ آيا. هنن ۾ جت سڀ ڪان زوراور هئا، وٽن اُٺن جا وڏا وڳ هئا. مولائي شيدائي لکي ٿو تہ، ”هر هڪ جت وٽ ڏهہ هزار اُٺن تي ٻڌل وڳ هوندو هو.“ سما دور جا ست ئي سخي ڏاتار سمورا مالوند هئا. سنڌي لوڪ ۽ ڪلاسيڪل ادب ۾ هنن جي سخا ۾ ڏنل دان جو نظارو هن ريت آهي تہ، ”اوٺي جي دان/ ڏان (خير) ۾ ڏنل مال جي ڪرن مان اڏامندڙ دز وڃي آسمانُ سان لڳي.“

'اوٺي جي ڏانن، کيھون ابر لڳيون'

سڄي سنڌو ماٿري پھرين چراگاهي دور ۾ ڄڻ ڀاڳين جو ملڪ هو. انھن ڀاڳين ئي مال جي گاهہ پٺي (گئوچر) لاءِ اول اول پوکي راهيءَ جي ڪرت شروع ڪئي. ان ريت چراگاهي سماج جي ڪک مان زرعي سماج جي اوسر ممڪن ٿي. ڇو تہ مينھوڳيءَ جي مند سدائين هڪ ڪري نہ هوندي هئي، پر مال جي چاري ۽ گاهہ جي گھرج سدائين رهندي هئي. جنھن ماڻھن کي پوکي راهيءَ لاءِ اُڀاريو. ان ڪان سواءِ ڏٽ بہ هر وقت موجود ڪونہ هوندو هو.

هڪ محقق صلاح الدين قريشي، سنڌ ۾ عرب دور (712-1010ع) جي حوالي سان پنھنجي ڪتاب 'پٽاليني، راوڙ ۽ پالي' ۾ لکي ٿو تہ ”پٽاليني‌ءَ جي ماڳ ۾ درياهہ ڊيلٽا ٺاهي، سموري ملڪ کي 'راهمہ ڪي بازار' ڪان گِزريءَ (ڪراچيءَ) تائين ڪيترائي دوآبا ٺاهي ڇڏيا هئا. درياهہ جون ڇاڙهون ٻنھي پاسن ڪان حدون مقرر ڪنديون هيون ۽ اڳيان ڇيڙي تي تمر (Mangroves) جا جھنگ هوندا آهن. جتي هزارين اُٺ ۽ مينھون انھن دوآبن ۽ ٻيٽن تي آزاد چرنديون هيون. هتي هڪڙي ڍنڍ کي عربن 'ماءِ الجوئش' (مينھن واري ڍنڍ) جو نالو ڏنو هو.“ ان ريت سڄيءَ سنڌونديءَ وارين انيڪ ماٿرين ۾ تبت واري متاهن چراگاهي ماڳن ڪان وٺي سنڌوءَ جي ڪيٽيائي ماڳ تائين قديم ايامن ڪان هر دور ۾ هزارين لکين چراگاهون رهيون آهن. هن دور ۾ اهي چراگاهون گھٽجي زرعي زمين جو روپ وٺي رهيون آهن.

سن 36-1535ع تائين سنڌ ۾ چوماسي جا وڏا منڊل ٿيندا هئا، سانوڻ رت ججهي اوت ڏيندي هئي، سنڌ جي ڪوهستان ۽ بريٽ وارا وارياسا پٽ گاهہ ۽ گئوچر وارين ساين ۽ سرهين سيمن ۾ بدلجي ويندا هئا. سانوڻيءَ ۾ سنڌ جو ڪچو ٻڏندو هو جيڏانھن ڪيڏانھن هڙهيون، جھنگ ۽ ٻيلا اُسري ۽ نسري ايندا هئا. ڍنڍون ۽ ڍورا تار ٿي وهندا هئا. پٽون، ڏهر ۽ ترايون ڇهڇ سايون ۽ پاڻيءَ سان تار ٿي وينديون هيون. اهو سلسلو سنڌوءَ جي منڍ وارين ماٿرين، ٿبيٽ، ليھہ، لداخ، چترال، گلگت جي روهن ۽ ڪوهن واري جُوءِ ڪان وٺي ميداني علائقي جي پارتوندين جي جالاري جوءِ- دوآبن ۽ هاڪڙي، ستلج، بياس، راوي، چناب، جھلم ۽ سنڌوءَ واري دوآب ۾ گاهہ ۽ گلزاريون پيدا ڪري ڇڏيندي هئي. اهو سلسلو لاڳيتو سنڌوءَ جي هاٽوڪي ڊيلٽائي ماڳ جاتيءَ تائين ۽ ٻئي پاسي قديم سنڌوءَ جي نار (Ancient Gulf of Indus) واري ماڳ ڪڇ ۽ گجرات، ٻئي پاسي جيسلمير، بيڪانير ۽ سڄي راجسٿان تائين هليو ويندو هو. اهڙن وشال ۽ وسيع چراگاهن ڪيترن ئي قسمن جي جانورن جي پالنا لاءِ مناسب ماحول فراهم ڪيو ۽ قديم سنڌ ۾ حيرت ۾ وجھندڙ مال جي پالنا ٿي. پنجاب جا ڪيترا علائقا مينھُن جي نالن سان سڃاتا ويا، جھڙوڪ: لاهور ڊويزن وارو علائقو 'ماجو' (ماجھي) مينھن ۽ بياس ۽ راوي وارا علائقا 'نيلي بار' [نيلي = مينھن] هاڪارا ٿيا. ان ريت سنڌوءَ جو ڪيٽيائي ماڳ 'جاتي' ۽ قديم سنڌو سلطنت جي ڏکڻ گجرات وارن علائقن جا نالا جت (اوٺار)، گجر (ڳنوار) لوڪن ۽ مال رکيا ويا. سنڌ ۾ وري مينھن جا نالا، نسل ۽ رنگن جي حساب سان رکيل آهن يا وري مينھن جي سڱن جي حساب سان رکيل آهن، جھڙوڪ: گُجر، ڪاري، پوري، جال، پور، بگي بور، بنبل ۽ پنج ڪلياڻ. هي نالا مينھن جي پوري ۽ ڪاري رنگ ڪان وٺي مٽي جي اڇي ٽِڪي ۽ پڇ ۽ پيرن جي اڇي رنگ جي حساب موجب رکيل آهن.

ايڏي وڏي مالوند معاشي هلچل ۽ انھن مالوند لوڪن جي ڏيتي ليتي واري ڪارج سنڌي ٻوليءَ جي اوسر کي ممڪن بڻايو. ان ڏس ۾ پروفيسر محرم خان وگھامل پنھنجي املھہ مقالي 'قديم سنڌي شعر ۽ شاعري' ۾ لکي ٿو تہ، ”عربن جي سنڌ ۾ اچڻ (712ع) ڪان گھڻو اڳ (قديم) سنڌ ۾ جيڪو چراگاهي دور شروع ٿيو هو سو اڃا بہ هلندو پئي آيو. چوپايو مال ڌارڻ ۽ چارڻ ماڻھن جو مکيہ ڌنڌو هو ۽ ان ۾ بہ ڳائو مال، مکيہ ملڪيت سمجھيو ويندو هو. سنڌ جا مالوند ماڻھو ۽ ڀاڳيا، توڙي ڌراڙ پنھوار، جي اڪثريت ۾ هئا. سي سڀ اپير [ڳنوار] ڪوٺبا هئا، پنھوار (پرمار)، مارو (موريا)، سانڪي (سانڪولا)، اهير (اپيرا) ۽ گجر (ناگر) سيئي مالوند قبيلا هئا. انھن سيني جي ٻولي اپيرنش هئي، مارڪنڊي پراڻ موجب اپيرنش وري ٽن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي، جنھن مان وراچڊ- اپيرنش خاص سنڌ جي ٻولي ئي آهي. يعقوبي وراچڊ کي 'ورج' لفظ مان نڪتل ڏسيو آهي. ورج جي معنيٰ ڳنوارن جي جوءِ. سنڌيءَ ۾ واڙي، وٿاڻ، واڙ، واڙو، ويڙهو ڳوٺ يا ونئن/ وسي نالا ان لاءِ ڪم ايندا آهن. ان ريت برج، ورج، پرڳٹي، بندرابن جي معنيٰ مال جي جوءِ، وڏي هڙهي، ٻيلو يا جھنگ آهي.“ اڳي مال چرندو بہ جھنگ، ٻيلو يا وَسَ هو.

جي پائئين وس چران، تہ سنگهارن سين گهار
(شاهہ)

هڪ پهاڪو آهي تہ:

اُنان مينهان دا ڪيها ميلا،
هُوچرن جهنگ، تہ هوچرن ٻيلا.

سنڌ ۾ اڄ بہ مالوند سماج ۽ زرعي سماج گڏوگڏ هلندا پيا اچن، ڇو تہ کير ۽ گوشت جي ضرورت انساني جياپي لاءِ ضروري آهي. يورپ ۾ بہ ائين ٿي ٿيو، پر اتي 'مال جي سيمن' (Cattle Farming) کي سائنسي بنيادن تي قائم ڪيو ويو آهي. ان لاءِ رول ۽ خانہ بدوش ڌنڌ لوڪن کي ٿانيڪو ڪري چراگاهہ (Farms) جوڙيا ويا آهن، جتي مال جي واڌويجهہ، وڌيڪ کير ۽ گوشت حاصل ڪرڻ وارا لاپائتا سائنسي طريقا اختيار ڪيا ويا آهن. هيءَ دنيا جي پيٽ ۾ سنڌ ۾ اهي مالوند لوڪ اڄ بہ لاڏائو زندگي گذارين ٿا.

جهڙ ڦڙ ڏنائون جت، اُت اڏيائون پکڙا

ان ڪري ساڻن مندن جي آڌار تي مختلف مسئلا پيش ايندا رهن ٿا ۽ وسڪري نہ ٿيڻ جي صورت ۾ ڏکر اچيو منهن ڪڍي ۽ مال کي گهٽ ڪاڏخوراڪ ملڻ سبب بيماريون پيدا ٿين ٿيون ۽ وڏو مالي نقصان ٿئي ٿو ۽ ماڻهن جي زندگين کي بہ جوکو رسي ٿو.

## سنڌ جو چوپايو مال ۽ چراگاهہ

سڄي سنڌ چوپائي مال جي جوءِ آهي. سنڌ جو ٻئراجي علائقو، سنڌونديءَ جي ڪنڌين تي اُسريل آهي ۽ سنڌ جا باراني علائقا: ٿر، ڪاڇو ۽ ڪوهستان، وَسَ تي ۽ ڪچي وارا علائقا سنڌوءَ جي اُٿل ۽ ٻوڏ تي آڌاريل آهن. انهن سمورن علائقن ۾ مال جي پالنا جو سمورو قدرتي بندوبست موجود آهي. انهن چراگاهن تي مالوند لوڪ پنهنجن ڌڻن، ڌڻن ۽ وڳن کي ٻڪاريندا ڳنڪاريندا، ڇڪاريندا، هشڪاريندا، ڇڇڪاريندا، هونگاريندا ۽ سينداريندا وتندا آهن.

سنڌ جي ٻيلن ۾ ڳئون، مينهن ۽ ٻڪريءَ جو نسل خوب وڌي ٿو ٻيرن جا پلڙا ۽ ٻيو گاهہ ۽ ڳئوچرن جي جهجهائي مال کي تاتڻ ۾ مددگار رهي ٿي، جڏهن تہ اُٺَ جهنگن ۾ لاڻي لئي ڪِين جار، نم، ٻير ۽ هر قسم جي وڻن جا پن ڪائي اوڳرون ورائي خوب صحت ماڻين ٿا. اُٺن ۾ هڪڙا مهري ۽ ٻيا لاڏو هوندا آهن، جيڪي سواريءَ لاءِ ڪم اچن ۽ بار کڻن ۽ ٽيان وهُو هوندا آهن، جيڪي نارن، هرلن، چيچڙن، جانڊاهن، گهاڻن ۽ گاڏين ۾ وهندا آهن. ٿر ۾ اُٺن کي زمين کي هر ڏيڻ لاءِ ڏڳن وانگر پڻ جوٽيو ويندو آهي.

ٻئراجي علائقن ۾ ربيع ۽ خريف جا فصل لهڻ تي مال جو گاهہ جام لڀي ٿو ناڻو ڏيندڙ فصلن (Cash Crops) جي لاب، ڪمند جي واڍي ۽ ڪپهہ جي چونڊي کان وٺي ڪٽڪن جي لاباري ڪانپوءِ ٻنين ۾ رهجي ويل ڪمند جي پلي، وونڻائين ۽ ٻئي ڪک ڪهجر تي ٿرپارڪر ۽ ڪوهستان جا هاري ماڻهو وانڍون ۽ مَنهيون اڏي ويهندا آهن، ڇو تہ انهن ڏينهن ۾ ٿرپارڪر ۽ ڪوهستان وارين سيمن ۾ ڏڪار هوندو آهي.

وَس ٿيڻ تي جولاءِ آگسٽ تائين سنڌ جا باراني علائقا ٿر، ڪاڇو ۽ ڪوهستان ۽ ان سان لاڳاپيل ٻيا پٽ انيڪ قسمن جي گاهن سان گلزاريون لائي ڇهج سائي مليرجي صورت وٺن ٿا ۽ وڌيڪ وس ٿيڻ تي وڏي ڪشمير بڻجيو وڃن.

ٿر ۾ ستر سيڪڙو وارياسي زمين ڳئوچرن يا سيمن ۾ والاريل آهي، جتي منڊ آهر مال چرندو آهي، اها زمين سرڪار جي آهي، پر ڳوٺن ۽ راڄن ۾ ورهايل آهي، جيڪي اتي پرپاسي ۾ رهندا آهن.

سنڌ جي اُلهندي- ڪوهستان واري علائقي ۾ اهي سايون سيمون ۽ ڳئوچر لڪي، رنيڪوٽ، ڪيرٿر، ڪوهستان کان وٺي پب جبل تائين هليا وڃن ٿا، جتي گاهہ مالوندن لاءِ سال جي سٺي پيٽ قوت جو ڪارڻ بڻجي ٿو.



ان ريت سنڌ جي انهيءَ باراني جُوءِ، ڪاڇي ۽ ڪوهستان ۾ جتي 70 کان 75 سيڪڙو زمين گئوچر ۽ سيمون بٽيل آهي. ڏڪئي وقت ۾ ٻوڙ يا ڪنهن سبب ٻئراجي علائقن جا پاڳيا به ڏڻ ڪاهي ايندا آهن ۽ مال جي سني مهل ڪري موٽندا آهن. هاڻ آبادي وڌڻ ڪري ڪاڇي مان گئوچر واري زمين ختم ٿيندي وڃي. اٿر وارن ماڻهن اهي زمينون پنهنجي ڪاتي ڪرائي ڇڏيون آهن. خاص طرح سان ڪاڇي ۾ ائين ٿيو آهي، ڪاڇو، جنهن لاءِ شاهه لطيف چيو آهي ته:

’ڪاڇو مينهڙن، منڌائتو ماڻيو‘

سنڌ جا مالوند ۽ پاڳيا سڄي جڳ ۾ هاڪارا رهيا آهن. اڄ به پنجاب جي ’ميلا مويشيان‘ ۽ جيڪب آباد جي مشهور مال جي ميلي (Cattle Show) ۾ سنڌ، ڪير ڏيندڙ مال ۾ ملهه ماريو بيٺي آهي. سنڌ جي مينهن سان گڏ سنڌ جو ڍڳو به سونهن ۽ سگهه ۾ نندي ڪنڌ جي مڙني پاڳن جي ڳائي نرڍور کان گهڻو سرس آهي.

سنڌ صوبي ۾ 1998ع جي ڳڻپ موجب چوپائي مال جو تعداد اٽڪل 4.87 ملين ۽ ڪڪڙيون 7.5 ملين آهن، جن جي ترتيبوار ماليت 7.5 ارب ۽ 375 ملين روپيا ڪٿيل آهي. خشڪ علائقن جي ماڻهن جي مکيه اقتصادي وهنوار ۾ مال پالڻ شامل آهي، هتي جو 76 سيڪڙو آدم مال پالڻ ۾ رڌل رهي ٿو. اهو سلسلو قديم دور کان هلندڙ آهي. اهي اڳاتا ’ڏڻ وند لوڪ‘ هئا، جن جي ’ڏڻ‘ (مال) لفظ ’ڌن‘ (دولت) جو مفهوم ورتو ۽ اڳتي هلي ’ڌن دولت‘ (مال ملڪيت) جي معنيٰ ۾ ڪتب آيو.

ڌنوان ڪو ڪانتا چيا، پُوڇن آئي هزار،
-
ڏڻ ته ڏٺي، نه ته وڪڻ ڪٺي!

مال تاتڻ، وٿاڻ جوڙڻ واري ڪرت کي سنڌ جا پاڳيا ماڻهو پنهنجي لاءِ مان ۽ شان سمجهن ٿا، جڏهن ته مال جي پيداوار موسم، زمين، مٿانهن پٽن تائين پاڻيءَ جي رسائي ۽ مڪاني طور تي ٿيندڙ اوپڙ: گاهه، گئوچر، وڻ، وڏڪار ۽ ٻي نباتات ۽ حيوانات جي پالنا، سار سنڀال جي انيڪ پهلوئن تي آڌاريل ٿئي ٿي. مال پالڻ جو ڪم اهڙن علائقن، ماڳن، شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ڪيو وڃي ٿو جتي پاڻيءَ سميت زندگيءَ جون ٻيون سهولتون سڄو سال موجود هجن ٿيون. جن باراني ماڳن تي پاڻيءَ جي ڪوٽ ٿئي ٿي، اتان جا ماڻهو مينهن جي اٿهوند ۽ خشڪساليءَ جي ڏينهن ۾ پنهنجي مال سميت ٻئراجي علائقن يا ڪچي وارن سيلابي هنڌن ڏانهن لڏپلاڻ ڪري وڃن ٿا، جتي گاهه پلي جي جهجهائي هوندي آهي.

باراني علائقن جي چراگاهن وسيلي ڪير ڏيندڙ مال کي مينهن جي مند ۾ گهڻو چارو (2/3) ملي وڃي ٿو اهي چراگاهہَ گهڻي ڀاڱي رياست جي ملڪيت ٿين ٿا ۽ مڪاني ۽ روايتي طرح سان ڳوٺن ۽ راڄن ۾ ورهايل هجن ٿا. انهن تي برطانوي دور ۾ گئوچر ٽيڪس لاڳو هوندو هو عام طور گهڻا مالوند ماڻهو پنهنجو مال پاڻ چارين ٿا، جڏهن ته وسڪاري کانپوءِ خاص طور جڏهن فصل پوکيا وڃن ٿا ۽ آبادگار پنهنجي فصل ۾ مال جي پيل پسند نه ٿا ڪن، تڏهن مال جي ڇيڪ چرڻ کي روڪڻ لاءِ مال جي جدا جدا جنسن جي ڀرن چارڻ لاءِ الڳ الڳ ڏنار رکيا ويندا آهن.

باراني علائقن ۾ وسڪاري کانپوءِ گهڻي چاري ٿيڻ سان ڪير جي پيداوار به وڌي وڃي ٿي. ٻهراڙين ۾ پروٽين (protein) حاصل ڪرڻ جو مکيه ذريعو ڪير ٿئي ٿو جنهن ۾ ڏاچيءَ جو ڪير به ٿئي ٿو ۽ ان ۾ ڍڳيءَ يا مينهن جي ڪيرجي ڀيٽ ۾ وٽامن سي ۽ حياتي بخش ۽ صحت بهتر ڪرڻ واري معدنيات ججهي ٿئي ٿي. عام طرح سان پاڳياڻيون پنهنجي خاندان جي ضرورت کان وڌيڪ ڪير مان مکڻ ۽ گيهُه ٺاهينديون آهن، ڪٿي ڪٿي ته ڳوٺن جا ڳوٺ ٽِتِ ٻڌي ڪير وڏن شهرن جي ’ناگورين‘ ۽ ڪير وارن دڪانن (Milk shops) لاءِ گاڏين تي اماڻيندا آهن. ڪير کي وڏن ڪڙاهن ۾ ڪاڙهي مائو ٺاهيندا آهن. جيڪر پڻ شهرجي مٺائيءَ جي دڪانن ڏانهن اماڻيو ويندو آهي. سنڌ جي ڪڇي ۽ ٻيلن جي ڀر وارن شهرن ۾ اها ڪرت عام جام آهي.

مال جي ڪير ۽ گوشت کانسواءِ واڌو پيداوار ۾ انهن جانورن جا وار به شامل آهن. اُٺ جي ’ڏاس‘ رڍن جي ’اُن‘ ۽ خاص طرح سَسَن/ گهيٽن جي ’پشم‘ مان شالون جڙنديون آهن. اُن ۽ پشم نرم هجڻ سبب گلم ۽ غاليچن جي صنعت ۾ به استعمال ٿئي ٿي، جڏهن ته ٻڪرين جي اُن ۽ اٺن جي ڏاس مان مقامي طور گهرن ۾ ڪتب ايندڙ ڪيتريون ئي شيون جهڙوڪ: خرزينون، ڪمبل ۽ ٿلهو پشمي ڪپڙو وغيره ٺاهيو وڃي ٿو. ڪيترن جانورن جي وارن جهڙوڪ: ڏاس ۽ ملس مان رسا به ٺاهيا وڃن ٿا.

باراني علائقن ۾ مال جي واڌويجهه وارو ڪم روايتي، قدرتي ۽ غيرنيمائتو آهي، پاڳيا اجا تائين مصنوعي ۽ سائنسي طريقن سان گهڻي ڪير ۽ جهجهي گوشت ڏيندڙ مال وارو سنو نسل حاصل ڪرڻ لاءِ هٽرادو تخم ريزي (artificial insemination) ۽ اهڙن ٻين جديد طريقن کان اڻ واقف آهن. جڏهن انهن طريقن وسيلي تمام ٿوري ڪوشش ۽ سولائيءَ سان پنهنجي مال جي پيداوار تمام گهڻي بهتر بنائي سگهن ٿا.

خشڪساليءَ جي ڏينهن ۾ جڏهن جولاءِ کان سيپٽمبر تائين وارن ٽن وڏن وسڪارن کانپوءِ پيدا ٿيل چراگاهن جو چارو ۽ گاهه نومبر ۽ ڊسمبر ڌاري ختم ٿي وڃي ٿو، تڏهن چوپائي مال کي بيهاري چارڻو پئجي وڃي ٿو جيڪو هڪ مهانگو ڪم آهي. روڊن رستن جي تاجي پيٽي واري رابطائي چار جي نه هجڻ سبب ٻين هنڌن تان گاهه گهرائڻ گهڻو مهانگو هوندو آهي. اهڙين حالتن ۾ گهٽ کاڌ خوراڪ سبب مال ڏٻرو ٿيندو وڃي ٿو، جنهن سبب مال ۾ اوچتو مرض ۽ موت اچيو پوي ۽ پاڳين کي گهڻو معاشي نقصان برداشت ڪرڻو پئجي وڃي ٿو.

باراني خشڪ علائقن جي جانورن ۾ ٿيندڙ وڏ ۾ وڏ عام بيمارين ۾ ڪارو واءُ (anthrax)، ڪاري ڪنگ يا سٽ (black quarters)، منهن ڪر يا مهاڙو/ سمهاڙو/ سمهاڙيو (foot and mouth disease)، رت وارا دست/ سوري (enterotoxaemia)، ڦقڙي (bovine pleuropneumonia)

وغيره شامل آهن. اهڙن علائقن ۾ چند وٽرنري اسپتالون يا ڊسپينسريون جانورن جي اهڙين بيمارين کي منهن ڏئي سگهن ٿيون. عام طور تي جانورن جي اسپتالن ۾ دوائن ۽ ويڪسينن جي کوٽ رهي ٿي، جنهن سبب رڳو 25 سيڪڙو کان به گهٽ مال کي ويڪسين ڪئي وڃي ٿي.

سنڌ جي اهڙن باراني علائقن ۾ چوپائي مال جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ نه ته خانگي ۽ نه ئي وري سرڪاري سطح تي ڪي رٿائون ۽ سهولتون موجود آهن. عام طور سنڌ جا ڳاڳيا دنيا جي پِلن نسلن جي جانورن جي خوبين ۽ گُڻن کان اڻ واقف هجن ٿا، پر هو چراگاهن جي معاشي فائدن کان چڱيءَ طرح سان واقف هجن ٿا. هُو مال جي سائنسي نموني تات ۽ پالنا کان وٺي ڳوٺن کان شهرن تائين سنڌن پيداوار وارن سائنسي طريقن جي پرجهه نه ٿا رکن. جيئن هو سهڻي نموني وڌيڪ لاڀ پرائڻ جا اهل ٿي سگهن. ان جو ڪارڻ باراني علائقن ۾ مارڪيٽن جي سنئي سرشتي سان مال پالڻ واري جديد طريقي ۽ ڄاڻ حاصل ڪرڻ واري تعليم جي اڻهوند آهي.

اهڙيون سهولتون رڳو سنڌ جي نهري آبپاشي نظام رکندڙ وچولي سنڌ جي علائقن ۾ ٿيندڙ زرعي فصلن جي سونهري لاڀ ڏيندڙ ماڳن تائين اڏوگابري نموني پهتيون آهن. جتي مال جي واڌويجهه پاڻيءَ ۽ گاهه جي گهڻائيءَ جي ڪري وڌ کان وڌ ٿيندي رهي ٿي، سي پڻ رستن جي مڪمل تاجي پيٽي کان وانجهيل آهن.

باراني علائقن جا اڪثر ماڻهو پيادل يا اٺن رستي سفر ڪن ٿا. سنڌ جي ڪوهستان ۽ ٿرعلائقي جا ماڻهو سفري ۽ رستن جي سهولتن کان وانجهيل آهن ۽ ڪيترن هنڌن تي جيپون ۽ ڇهن ڦيٿن واريون ٻيءَ مهاڀاري جنگ دوران ڪتب آيل گاڏيون (ڪيڪڙا) هلن ٿيون. اهڙين سوارين سبب هاڻي ٿري ماڻهو ٿر جي مختلف ماڳن تائين ڪجهه وڌيڪ سولائيءَ سان پهچي سگهن ٿا. ڪجهه عرصي کان ٿر جي ڪجهه علائقن ۾ جديد روڊ تعمير ٿيا آهن، جن وڏي سهولت پيدا ڪئي آهي.

**سنڌ جي چراگاهن جي تباهي ۽ ان جو تدارڪ:**

باراني علائقي جا چراگاهه ڪيترن سببن جي ڪري بيابانن ۾ مٽجي رهيا آهن. ان جو وڏي ۾ وڏو سبب واپار لاءِ نقدي رقم ڏيڻ آهي. ان کان سواءِ پيٽ گذر ۽ زندگيءَ لاءِ ضروري شين جي متاستا واري اقتصاديات جو طريقو به باقي نه رهيو آهي. نتيجي ۾ قبيلا ۽ ڪٽنب پنهنجي مال جي انگ ۾ تمام گهڻو واڌارو ڪن ٿا ته جيئن اهي سولي طريقي سان ناڻو ڪمائي سگهن. موٽ ۾ مال کي حد کان وڌيڪ چاريو وڃي ٿو جنهن لاءِ ڪنهن چراگاهه جو سليءَ حالت ۾ هجڻ جي نسبت 30 ڍورن جو يونٽ في هيڪٽر آهي، جڏهن ته ٿر جي هڪ تباهه حال چراگاهه ۾ اهڙي نسبت 68 ڍور في هيڪٽر چرندا آهن، جنهن سبب هن وقت اهڙا چراگاهه موجوده مال جي هڪ وڏي انگ جو پيٽ ڀري نه ٿا سگهن. ان کان سواءِ مال جي حد کان وڌيڪ چرڻ سبب زمين ڀاڻيري رهي نه ٿي سگهي ۽ گاهه چري ڪپجڻ ڪانيون گهڻو ڪري واهوندا ريگستاني چراگاهن جي زمين جو مٽيون ته جيڪو مٽي ناهڻ لاءِ ڪارائتو ٿئي ٿو تنهن کي اڏائي ڇڏين ٿا، جنهنڪري چراگاهن تي اوپڙ گهڻو وقت قائم نه ٿي رهي ۽ اهي زور وٺي نه ٿيون سگهن.

ان کان سواءِ سيمن ۽ گئوچر جي بربادي ۾ مڪاني ماڻهن پاران ٻوڙا پٽڻ، ٻارڻ لاءِ وڻ وڍڻ، مال کي حد کان وڌيڪ چارڻ ۽ چاري جي گدامن سميت، وڌندڙ ماڻهن جي آباديءَ جو انگ ۽ دٻاءُ پڻ شامل آهي. جيڪڏهن اهي اهم هاڃيڪار چراگاهي عنصر ان ريت برقرار رهيا ته اڳتي هلي موجوده سيمن تي ڍورن ڍڳن جي پالنا نه ٿي سگهندي.

ان کان سواءِ چراگاهن جي بهتريءَ لاءِ 15 جولاءِ کان 15 سيپٽمبر تائين ٿي پيرا سلو وسڪارو ٿيڻ ضروري آهي، جنهن سان گئوچر وارو علائقو وڌيڪ گاهه ۽ ٻي اوپڙ سان ڀرپور رهندو. اهڙين حالتن ۾ قدرتي وسيلن جي تباهيءَ جي هاڃيڪار سببن ۽ ڪارڻن جي مستقل رهڻ سبب، ماڻهن کي پنهنجي پيٽ گذر لاءِ شهري علائقن ڏانهن لڏپلاڻ ڪرڻي پوندي ۽ شهري جيوت (urbanization) ۾ واڌ ايندي ۽ اهو واڌارو هڪ ٻئي رخ ۾ سنڌ جي قومي سماج جي بقا جو اهم ۽ مکيه عنصر بڻجندو.

سنڌ جي باراني علائقن مان جهڙي تهڙي وڻڪاري به هوريان هوريان ختم ٿي رهي آهي. ڪيترائي وڻ جهڙوڪ: ڪيجڙي/ڪنڊي (*Prosopis cineraria*)، روهيڙو (*Tecoma undulata*) ۽ ٻير (*Zizyphus mauritna*)، جيڪي اڳ ۾ عام طور تي سنئي زمين سبب پيدا ٿيندا رهندا هئا، آهستي آهستي اتان ختم ٿي رهيا آهن. هاڻي انهن جي جاءِ تي اڪ ۽ لمب پيدا ٿين ٿا. اهي نه رڳو تيزيءَ سان وڌي رهيا آهن، پر ان ڳالهه جي به نشاندهي ڪن ٿا ته چراگاهن جي تباهي ٿي چڪي آهي. ڦوڳ، جيڪو علائقي جي زمين کي سگهاري ۽ مضبوط رکڻ لاءِ ضروري ٿئي ٿو ان جي به گهٽي گهٽجڻ سبب زمين جي ڪاٽ ٿيڻ شروع ٿي آهي. هاڻ رڳو اهي ٻوڙا ۽ وڻ باقي وڃي بچيا آهن، جن کي جانور نه ٿا کائين. هتي اهڙي اوپڙ جو گئوچر ۾ قائم رهڻ ضروري آهي، جنهن تي مال جو جيئڻدان رهي.

ننڌي ڪنڊ ۾ برپٽن جي اوسر/ بيابانجڻ (desertification) وارو قدرتي لقاءُ اتڪل روءِ به لک ورهيه اڳ ڌرتيءَ جي اهل سبب ٿيو ۽ آفريڪا جو برپٽ ’صحارا‘ به انهيءَ ساڳئي دور ۾ جڙڻ شروع ٿيو. ننڍي کنڊ وارو اهو برپٽ هاڻ اتر پرديش (انڊيا) ڏانهن وڌي رهيو آهي، جڏهن ته خاص طرح سان پنجاب مان اِها برپٽ واري اوسر بئراجن مان شاخون ڪڍائي، برپٽ آباد ڪرڻ سبب گهٽ ٿي رهي آهي.

سنڌ ۾ پاڻيءَ جي اڻهوند سبب برپٽ/ ٿر نه وڌي رهيو آهي ۽ نه گهٽجي رهيو آهي. ان ڪري اِها زمين رڳو سٺن وسڪارن وارن سالن ۾ جانورن جي چاري جون ضرورتون پوريون ڪري سگهندي. جانورن جي پالنا جاري رکڻ لاءِ چراگاهن جي بحاليءَ سان گڏ، ٿر ۽ ڪوهستان جي زمين ۾ ترت وڌندڙ ٻوٽا ۽ ٿوهر جا اهڙا قسم، جن ۾ ڪنڊو گهٽ ۽ ڳر گهڻو هجي، تن جي پوکيءَ سان مال لاءِ بهترين چارو پيدا ڪري سگهجي ٿو ان لاءِ دنيا جي برپٽن وارن ملڪن جي باراني علائقن واري زرعي تحقيق مان لاڀ پرائڻ ۽ هن ايڪويهين صديءَ ۾ گوشت ۽ کير

جي حاصلات لاءِ لايائتي ڪوشش ڪرڻ وارو ضروري عمل شامل آهي، ڇو ته هن علائقي ۾ روڊن جو ڄار موجود ناهي، تنهنڪري ٻاهران چارو آڻڻ ۽ مهيا ڪرڻ نه رڳو ناممڪن پر گهڻو مهانگو پوندو ۽ رڳو مڪاني گاهه ۽ گئوچر جديد نموني پيدا ڪري انهن تي ڀاڙڻو پوندو.

سنڌ جي سيني باراني علائقن ۾ جانورن جون اسپتالون، ڊسپينسريون ۽ هيلٿ سينٽر قائم ڪيل آهن، جيڪي پالتو جانورن جي صحت ۽ سنڀال جي سکيا واري تعليمي ڄاڻ ڏيڻ جو ڪم ڪن ٿا. ان ريت هڪ مرڪزي ڊائگنوسٽڪ (diagnostic) ليبارٽريءَ جو هئڻ تمام ضروري آهي، جيڪا جانورن جي بيمارين ۽ رت جون ٽپاسون ڪري ۽ فعال نموني جانورن جو علاج ڪري.

## سنڌ جي جهنگلي جيوت (Wild life)

تاريخي لحاظ کان سنڌ پرڳڻو جانورن جي مختلف رهائشي علائقن، رَڪُن، ماحولياتي سرشتن ۽ جهنگلي جيوت جي گوناگونيت سبب ڄڳ مشهور رهيو آهي. جيتوڻيڪ اڄ جهنگلي جيوت جي حوالي سان سنڌ ۾ صورتحال افسوسناڪ آهي، پر ان هوندي به اهڙي صورتحال جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ ترت اپاءَ وٺڻ گهرجن ته جيئن ڪن جانورن ۽ پکين جون ناپيد ٿيل جنسون بچائي سگهجن.

**سنڌ جا پکي:** نندي ڪنڊ، اوپر آفريڪا، يورپ ۽ ايشيا جي ڪيترن ماڳن جا پکي سنڌ ۾ ايترا رهن ٿا، ڇاڪاڻ ته اهڙن سمورن پکين لاءِ سنڌ قافلہ سراءِ واري حيثيت رکي ٿي. انهن مان ڪيترا پکي رڳو ان ڪري ڏکيون اڏامون ڪري هتي اچن ٿا ته جيئن سياري جي موسم سنڌ ۾ گذاري سگهن. ڪي هتي ڪجهه وقت لاءِ ساهي پٽي اڳتي راهي ٿين ٿا. ڪيترن قسمن جي پکين لاءِ هيءُ پرڳڻو نسلي واڌويجهه جو ماڳ آهي ۽ ڪي ٻين هنڌن تي وڃي ٻچا ڏين ٿا، پر انهن کي به هتي ڏنو ضرور ويو آهي. ڪيترين جنسون هتان جون مقامي ٿين ٿيون ۽ ڪيترين پر انهن ماڳن تان سنڌ ۾ اچن ٿيون. اهڙو هڪڙو پکي پيٽريل (The Wilson's Storm Petrel) آهي، جيڪو انٽارڪٽڪ جهڙي ڏورانهين قطب تي واڌويجهه ڪري ٿو اهو به ڪراچيءَ جي ساحل کان پريان ڏسبو آهي. اهڙو ٻيو پکي 'سونهري ٽيٽو' (The Lesser Golden Plerer) آهي، جيڪو جپان کان به اتر ۾ هزارين ڪلوميٽر ڏور رڳو 'ڪيمچيٽڪا اپٻيٽ' (Camchatka Peninsula) تي واڌويجهه ڪري ٿو اهو به ڪراچيءَ جي آسپاس ملي ٿو. 'ڪاڪلو' (Blue Cheaked Bee-eater) پکين جا ولر، جيڪي گهڻي ڀاڱي سيارو اولهه آمريڪا جي ڪيترن ملڪن ۾ گذارين ٿا، سي عربي سمنڊ ٽپي، اپريل جي آخر کان مئي تائين ڪراچيءَ ۽ مڪران جي ساموندي ڪنارن سان پرڙا هڻندي ڏسي سگهجن ٿا. سنڌ جون پنهنجون چئن قسمن جون بدڪون (Ducks) ٿين ٿيون، جن مان ٽي True ducks آهن، جهڙوڪ: سينڊير (Lesser Whistling Teal)، ڇيڪلو (Common Teal) ۽ چوٽي پکي (Marbled Teal)، جڏهن ته هتي هنجهر (Spotbill duck) ۽ نيرگي (Mash duck) پڻ ٿئي ٿي.

ٻنهي قسمن جي بدڪن، يعني ٽوبر ۽ ڀاٽيءَ جي مٿاڇري تي چڳندڙن جي انگ ۾ گهٽتائي آئي آهي. Marbled Teal نارا ڪئنال جي ٻنهي پاسن ۽ نوابشاهه ضلعي جي روهڙي ڪئنال جي ڪاهيءَ پڪ سان واڌويجهه ڪري ٿي. جيتوڻيڪ سنڌ وائيلڊلائيف پروٽيڪشن ائڪٽ، 1993 هيٺ هنن چئني جنسن کي تحفظ ڏنو ويو آهي، پر ان هوندي به انهن جو شڪار ٿيندو رهي ٿو سانگهڙ ۾ نارا ڪئنال جي نئين سر جوڙجڪ ۽ ان جي ساڄي پاسي کان سم نالو ۽ ڇوٽيارون رزروائر جي اڏاوت سبب ممڪن آهي ته اهڙي سڄي ماڳ جو منظر ۽ ماحول ئي مٽجي وڃي، جنهنڪري هن وقت نوابشاهه جي نارا ڪئنال جي ساڄي پاسي سان موجود چڪ (Chuck) ۽ واسرو (Wasro) ويٽلئنڊ، جيڪي هنجهر (Spot bill duck) ۽ سنڊير (Lesser Whistting) جا واهيرا آهن،



سي به ممڪن آهي هميشه لاءِ ختم ٿي وڃن، ۽ اهڙيءَ ريت نارا ڪئنال جي ڪاهي پاسي ڇوٽيارون رزروائر جي ڀاٽيءَ سبب به سنڌن خاتمو ٿي وڃي. اهڙن ڪيترن پکين لاءِ، جن جو شڪار ڪيو وڃي ٿو تن جا ماڳ ختم ڪرڻ ۽ غير قانوني شڪار جي ڪري انهن پکين جو وجود وڏي خطري ۾ آهن. اهڙا ٻيا پکي، جن جو واسطو 'گئليفارمس' (Galliformes order) سٽ سان آهي، تن ۾ ڪارو ۽ اڇو تترا اچي وڃن ٿا، جن کي شڪاري لذيذ گوشت سبب وڏي شوق سان شڪار ڪندا آهن. ڪنهن زماني ۾ هي تتر عام جام ٿيندا هئا، جڏهن ته هاڻي ڪجهه وقت کان وٺي انهن جي انگ ۾ وڏي گهٽتائي آئي آهي ۽ ڪيترن هنڌن تان ته بلڪل ختم ٿي ويا آهن، جنهن جا ڪيترائي ڪارڻ آهن، جن ۾ خاص طور غير قانوني شڪار ۽ انهن جا ماڳ ختم ٿي وڃڻ آهي. ڪارو تتر گهڻي ڀاڱي پوکي راهيءَ وارن هنڌن، خاص ڪري ڪمند جي آسپاس جام ٿيندو آهي. اهڙن هنڌن تي جيئن ته جيت مار دوائن جو جججهو استعمال ڪيو وڃي ٿو ۽ ڪارڙو تتر جيتخور هئڻ ڪري مرندڙ جيت ۽ ڪيئان کائي ٿو، جنهنڪري انهن دوائن جو زهر، پکيءَ جي وَهر/ چربيءَ يا جنسي سرشتي (reproductive system) ۾ گڏ ٿي، ان جي واڌويجهه (Infertility) ختم ڪري ڇڏي ٿو. جيتمار دوائن ۾ موجود ڪينسري مادا آنن تي اهڙو اثر ڪن ٿا، جو ٻچن جي ڦُٽڻ کان اڳ ۾ ئي آني جو ٻاهريون خول ٽٽي پوي ٿو.

ساڳئي سٽ جو هڪ ٻيو پکي مور (Indian peafowl) ڪنهن دور ۾ سنڌ جي اوڀر ڏکڻ واري ڪنڌ تي الڳ ٿلڳ ۽ پرسڪون واریاسي ماڳ ۾ عام جام ملندو هو. جڏهن ته هاڻي ان جي انگ ۾ وڏي گهٽتائي آئي آهي. 1940ع جي ڏهاڪي ۾ سنڌ جي ڪيترن هنڌن، خاص ڪري سانگهڙ ۽ ميرپورخاص ضلعن ۾ جهجها مور ڏسڻ ۾ ايندا هئا. تڏهن پاڻي به گهڻو هوندو هو. پر وڌاڳي ڪانپوءِ شڪارين ۽ مارين انهن جي انگ کي ڪاپاري ڌڪ هنيو. چاڪاڻ ته ٿرپارڪر جي هندو لوڪن وانگر هي شڪاري هن پکيءَ کي پوتر نه سمجهندا هئا. جڏهن ته اڄ به ٿرپارڪر جي انهيءَ پرانهين ڏاکڻي سرحدي هنڌ تي مور سڀني انگ ۾ ڏسڻ ٿا، جو اتي جا هندو لوڪ هر لحاظ کان سندن خيال ۽ بچاءُ ڪندا رهن ٿا. پر بدقسمتي اها آهي ته هي پکي شڪارين جي مار کان بچي نه ٿو سگهي.

پکين سان پيار ڪندڙ اهي به ٻڌائين ٿا ته هو شاهه حسن ويجهو منڇر جي ڪنڌيءَ سان ڪٽڪ جي ڪچن سلن تي پلجندڙ سوين لنج/ هنج (Grey Leg Geese) ڏسندا رهندا آهن. اهڙو هڪڙو ولر 1978ع ۾ جام شوري ويجهو سنڌوءَ جي ڪنارن سان به ڏٺو ويو هو. اهڙي هڪڙي ٻئي نندي وڳر جي 1992ع ڌاري ڍنڍ تي فلم ڪيو ويئي هئي. ان کان سواءِ لاڙڪاڻي ويجهو حمل ڍنڍ ۾ وچ سياري دوران پکين جي ولرن سان لنج/ هنج (Grey Leg Geese) به ڏٺا ويا هئا.

گذريل ڪيترن سالن کان پکين جي ڪيترين جنسن ۾ گهٽتائي ايندي رهي آهي، جنهن جو مکيه ڪارڻ انهن جا واهيرا ختم ٿيڻ سميت سنڌ ۾ گرمي پد جو وڌيڪ هجڻ ٻڌايو وڃي ٿو. جو هاڻي اهي سياري ۾ نه ٿا ٿين. جيڪي ڪنهن وقت ۾ ٿيندا هئا. گهٽي وقت ڪانپوءِ پيليون پيرو 1978ع ۾ تعلقي ننگرپارڪر جي شهر ويراواهه ويجهو سانگها تلاءُ تي هنجن کي واهيرو ڪندي ڏٺو ويو هو. هن وقت سنڌ ۾ هنج پکي خطري ۾ آهن. جڏهن ته ڪرين جون باقي ٻه جنسون: سارس (The common crane) ۽ ڪونج (Damoiselle crane) خطي مان بلوچستان ٽپي آڪٽوبر جي اوائل ۾ سنڌ ۾ داخل ٿين ٿيون ۽ حب ڊئم ۽ سنڌ جو ڪاڇي جو پٽ ٽپي اچي ساهي پٽين ٿيون. پوءِ اڃا اڳتي ڏکڻ طرف لاڙ ۽ وڏي رڻ ۾ وڃي سيارو گذاري وري مارچ جي مهيني ۾ واهيرن لاءِ واپس هليون وڃن ٿيون.

**ڪاري ڳجهه** (Cinereous Vulture /Eurasian Black Vulture) به ڪنهن زماني ۾ سنڌ ۾ ڏسڻ ۾ ايندي هئي. اها اڪثر بلوچستان ۽ خيبر پختونخوا ۾ ٿئي ٿي ۽ اتي ئي واڌويجهه ڪري ٿي، پر سياري ۾ سنڌ ڏانهن هلي ايندي هئي. 1950 کان 1960 جي ڏهاڪي ۾ هنن ڳجهن جا وڏا ولر ڪراچيءَ جي ٻهراڙين ۾ ڪچري جي ڍيرن ۽ ڍونڍن تي ويٺل نظر ايندا هئا ته ڪراچيءَ کان 20 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ڏاٻيجي ڍنڍ تي پڻ ڏسڻ ۾ ايندا هئا، جيڪو هنن جو سياري ۾ واهيرڻ جو پسند جو ماڳ آهي، جڏهن ته هن آبشار جي پڻ هاڻي لاڏائو پکين لاءِ ڪشش گهٽجي رهي آهي، جو منجهس، چوڙ ڪندڙ نالي (Drain) ۾ ايترو پاڻي نه ٿو اچي، جيڪو هن کي پري سگهي، ان سبب اهو سُڪي رهيو آهي. ان کان سواءِ ٻيا به اهڙا ڪيترائي سبب آهن، جن جي ڪري هن پکيءَ جي جنس سنڌ ۾ سخت متاثر ٿي رهي آهي. ڪنهن وقت هن پکيءَ جي يورپي ۽ آفريڪي چڙياگهرن ۾ ايتري گهر هوندي هئي، جو اهو هتان موڪليو ويندو هو. جڏهن ته هڪ بيماريءَ سبب هيءَ ڳجهه هاڻي هتان ختم ٿي وئي آهي. ٿرِ ۾ ڳجهن کي بچائڻ لاءِ هڪ اين جي او خاص ڪم ڪري رهي آهي.

ڪو اهڙو دور هوندو هو، جڏهن (otididae) ڪٽنب سان واسطو رکندڙ پکي به گهٽ نه هوندا هئا، خاص طور تي تلور (Houbara bustard). جيتوڻيڪ تلور سنڌ جو پکي ناهي، پر تنهن هوندي به هن پکيءَ جا وڏا ولر سياري گذارڻ لاءِ چولستان ۽ ٿرجي سرحدي علائقن ۾ اچي لهندا هئا.

تلور جي چرپر جو گهڻو مدار ڪاڌي جي موجودگيءَ سميت نوبڪلائيءَ ۽ آزاديءَ تي آهي، جڏهن ته مقامي مارين ۽ عرب شڪارين هن شرميلي ۽ ڦرتي پکيءَ جي وڏي پئماني تي نسل ڪشي ڪري ڇڏي آهي، اڄ تائين کي به اهڙيون ڪوششون نه ڪيون ويون آهن، جيئن هن لاڏائو پکيءَ جي لڏپلاڻ واري منڊ ۾ ڳٽپ ڪري سگهجي يا شڪار جي منڊ پوري ٿيڻ ڪانپوءِ اهو ڏسي سگهجي ته ڪيترن پکين جو شڪار ڪيو ۽ ماريو وڃي ٿو. جڏهن ته لڏپلاڻ جي مشاهدي مان ايتري جاڻ پوي ٿي ته تلور پکيءَ جي انگ ۾ وڏي گهٽتائي ٿي آهي.

ٻاهرين شڪارين جي هتي اچڻ کان اڳ ۾ (جيڪي رڳو تلور پکيءَ جي شڪار لاءِ اچن ٿا) تلور ولرن جي صورت ۾ ڏسي سگهبو هو، جڏهن ته هاڻي ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ نظر اچي ٿو. هاڻي سنڌ ۾ تلور جو هڪ ٻيو قسم 'گورامو/ گورهاڻو' (Great Indian bustard) به ناپيد ٿيڻ جي صورت ۾ آهي. ڪنهن دور ۾ هي پکي ننگرپارڪر ۽ خشڪ علائقي جو رهواسي نيم ريگستاني ۽ گاهر ريگستان جو هيراڪ ٿي ويو هو ۽ 1970ع جي ڏهاڪي ۾ چولستان ۽ ٿرجي ريگستان جي سرحد سان ڪجهه تعداد ۾ ڏٺو ويو هو جڏهن ته هاڻي مقامي ۽ ٻاهرين شڪارين جي شڪار جي ڪري پٽڪندو رهي ٿو



سنڌ جي جهنگلي جيوت

Rostra Tulidae پکين جي ڪٽنب ۾ ٽن قسمن جون ٽي مکيه جنسون/ اسپشيز آهن. لڪٽا (snipes)، ٻن قسمن جا ٽيٽا (Godivits) ۽ هڪ قسم جو ٽولارو (Eurasian curlew). جڏهن ته انهن مان Jack Snipe، Common Snipe ۽ ڏگوش (Pintail) جي انگ ۾ گهٽتائي ٿي رهي آهي، جنهن جو مکيه سبب انهن جا ماڳ ۽ واهيرا جا هنڌ، جيڪي گهڻي ڀاڱي درياهه جا سمنڊ ۾ ڇوڙ وارا هنڌ ۽ mudflats ٿين ٿا. آهستي آهستي تباهه ٿي رهيا آهن. Ptero clididae ڪٽنب سان واسطو رکندڙ پکين جو به سنڌ ۾ سٺو تعداد موجود آهي، جن مان تتر (Imperial sandgrouse) هتان جو مقامي پکي آهي. پٽ تتر (Spotted Sandgrouse) ۽ ٻانيهڙ (chestnut bellied sandgrouse) نه رڳو هين جنسن کان سرس ٿئي ٿو، بلڪ سڄيءَ سنڌ جي خشڪ علائقن ۾ چڱو خاصو ٿئي ٿو جيتوڻيڪ پٽ تتر جون هي ٻئي جنسون سولائيءَ سان واڌويجهه ڪري سگهنديون هيون، پر هنن جي تعداد ۾ تمام گهڻي گهٽتائي ٿي آهي، جنهن جو ڪنهن حد تائين هڪ سبب لاڳيتي خشڪسالي به آهي، جنهنڪري پاڻيءَ جا تلاءَ سُڪي ويا آهن ۽ ٻيو ڪارڻ هن جو لاڳيتو شڪار پڻ آهي.

Columbidae ڪٽنب ۾ پنجن قسمن/ اسپشيز جا پکي آهن، جن مان وڏ ۾ وڏ عام ڳيرو Indian Ring Dove/ collared dove ۽ پٽ ڳيري Little Brown Dore/ laughing dove آهن. انهن جي تعداد ۾ به تيزيءَ سان گهٽتائي اچي رهي آهي، جنهن جو ڪارڻ اهڙو اناج چڳڻ آهي، جنهن تي جيت مار دوائن جو ڦوهارو ڪيو ويجي ٿو.

هتي پيلاريڪٽڪ (Palaearctic) (دنيا جي گرم ۽ اتر قطبي، آرڪٽڪ حصن سان تعلق رکندڙ) علائقن مان اچن ٿا، جيتوڻيڪ Northern hobby هتي رڳو سياري ۾ واهيري لاءِ ملڪ جي اترئين جابلو علائقن ۾ اچي ٿو، پر ان هوندي به ڪراچي ۽ ٺٽي جي جابلو هنڌن تي پيرو پريندو رهي ٿو. ترمچي باز (Merlin) هڪ اهڙو هيو سياري جو ايندڙ پکي آهي، جيڪو ٺٽي ۾ ڏاٻيجي ۽ ميرپور ساڪري ۾ ڏٺووجي ٿو لاڏائو پکي هجڻ ڪري مقامي پکين جي پيٽ ۾ هي باز عام طور ڪو هڪ اڌ نظر اچي ٿو

وڏو يوريشيائي شڪرو (Saker Falcon) نالي باز، جيڪو سنڌ جي خشڪ جابلو علائقي ۾ ٿئي ٿو تنهن جو تعداد به گهٽجي رهيو آهي، جيئن ته باز جي هن قسم کي تلور جي شڪار لاءِ سيکاري سگهجي ٿو ان سبب عرب شڪاري سدائين هن باز جي ڳولا ۾ رهن ٿا، جنهنڪري هن علائقي مان هي باز تيزيءَ سان ختم ٿي رهيو آهي، جڏهن ته هن جي مادي (چرغ) پنهنجن سلامت ڪنين سان 1983ع ۾ 50 هزار آمريڪي ڊالرن تائين وڪرو ڪئي ويندي هئي. ساڳي حالت شاهينگ/ ڪاري باز (Peregrine Falcon) جي به آهي. باز جي هيءَ جنس 1980ع جي ڏهاڪي ۾ 60 هزار آمريڪي ڊالرن تائين قيمت ڪندي هئي، جڏهن ته هاڻي هن پکيءَ جي ناياب ٿيڻ ۽ ناڻي جي ملهه ڪري پوڻ سبب گهڻو مهانگو وڪرو ڪيو ويجي ٿو سنڌ ۾ هيءَ باز سياري ۾ اچي ٿو ۽ گهڻي ڀاڱي ساحلي ڪنارن (Manues)، ڍنڍن ۽ ڍورن تائين محدود رهي ٿو جڏهن ته ورلي ڪو پکي هيٺاهين سنڌ جي



Falconidae ڪٽنب ۾ باز جو قسم لغڙ (Laggar Falcon) هتان جي مقامي جنس هئڻ ڪري پرڳڻي جي انهن حصن ۽ هنڌن تي ٿئي ٿو، جتي زراعت گهٽ ٿئي ٿي. سڄي هيٺاهينءَ سنڌ ۾ خاص طور تي باز انهن ڪئنالن جي پرسان، جتي وڻڪار ٿئي ٿي، بدين ضلعي ۽ دادو ضلعي جي خشڪ هنڌن تي، ريگستاني سنهي جهنگ، ٽڪرين جي هيٺاهن هنڌن يا ڍورن ۾ ٿئي ٿو جيئن ته هيءُ پکي شهري ماحول ۾ به رهي سگهي ٿو ان ڪري 1940ع جي آخري ڏهاڪي تائين ڪراچيءَ جي ڪيترن هنڌن تي سولائيءَ سان ڏسي سگهبو هو جڏهن ته اڳتي هلي جديد ڪراچيءَ هن پکيءَ جي سياءَ تي اهڙو اثر ڇڏيو جو گذريل ڪيترن ڏهاڪن کان اُتي ڪو هڪ به نظر نه آيو آهي. سنڌ ۾ فالڪونڊي ڪٽنب سان واسطو رکندڙ ٻيا پکي آهن: ترمچي باز (Merlin)، باز (Northern hobby)، وڏو يوريشيائي شڪرو باز (Saker falcon) ۽ شاهينگ/ ڪارو باز (Peregrine falcon) اهي سڀ

ڪراچيءَ جي ساموندي ڪناري ۽ تمرجي ڍورن سان به ڏسڻ ۾ اچي ٿو سنڌ ۾ Raptors پکي به جام ٿين ٿا، پر انهن مان رڳو ڪن خاص پکين جو شڪار ڪيو ويجي ٿو، جن ۾ Goshawk باز ورلي ڪو سنڌ ڏانهن سير ڪري ٿو ۽ وڻڪار وارن هنڌن کي وڌيڪ پسند ڪري ٿو ڪيترا زميندار هن باز کي سهن ۽ قازن (Grey Bask) جو شڪار ڪرڻ سيکارين ٿا. سنڌ جي مقامي جنسن ۾ اڇ- اکيو باز' (White Eyed Buzzard)، شڪرو (Shikra)، چٽئُو/ چيٽو Red Headed Merlin) ۽ ڪئا مار باز (Kestrel) ٿين ٿا، انهن سيني ۾ White eyed buzzard سڄيءَ سنڌ ۾ گهٽو ۽ آبپاشيءَ رستي ٿيندڙ زراعت ۽ گهاٽن وڻن وارن هنڌن تي ٿئي ٿو شڪرو ته سموري سنڌوءَ جي پٽيءَ سان جام ٿئي ٿو ريگستاني ماحول بدران آبپاشيءَ رستي ٿيندڙ ٻيلن ۾ رهڻ جو شوقين آهي، جڏهن ته Red headed merlin باز هتان جو رهواسي آهي ۽ گهڻي ڀاڱي اڪيلي سر گذاري ٿو ڪڏهن ڪڏهن ٿرپارڪر، چولستان ۽ ڪراچيءَ

کان ٻاهر مليرَ ۾ بہ نظر اچي ٿو هي پاڪستان جي ٻين هنڌن تي ورلي ڪو ٿئي ٿو هن علائقي جي سيني بازن ۾ سواءِ Pestrel جي Merline جي تعداد ۾ زبردست ڪمي ٿي آهي، جنهن جو هڪ ڪارڻ بازن جي واپار لاءِ اپاءَ وٺڻ آهي. هي لاڏائو پکي/ ملهيو (Decey bird) ٿر ۽ ڪوهستان جي ڪن هنڌن تان Sakar ۽ بازن ڦاسائڻ لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو هي پکي پنهنجي گذرسفر لاءِ ڪوئن، نانگن ۽ ٻين ڪيترن سرنڊڙ جانورن تي مدار رکي ٿو.

هِيرَ جڏهن سيپٽمبر جي مهيني ۾ ڏکڻ پنجاب ۽ راجستان کان سنڌ اچي ٿو تڏهن ماري/ شڪاري هن پکيءَ جو شڪار ڪن ٿا. ماري/ شڪاري، هِير کي هِير جي رڪارڊ ٿيل ٻوليءَ رستي ڌوڪي سان ڦاسائين ٿا. سنڌ ڪانپوءِ هيءَ پکي مڪران جي ساحل کان ٿيندو عمان ڏانهن هليو وڃي ٿو سيسي تتر (See See- Partridge) بہ ڦاسايو وڃي ٿو ۽ ان جو ڪراچيءَ سميت ٻين ڪيترن شهرن ۾ سرعام وڪرو ڪيو وڃي ٿو.

**اهم ٽڪاٽتا جانور:** سنڌ ۾ ٽڪاٽتن جانورن ۾ Cervidae ڪٽنب جا جانور جام ٿين ٿا، جن مان ڦاڙهو اڄ تائين شڪارين جي دٻاءَ سان منهن ڏيندو رهيو آهي. جيتوڻيڪ 20 صديءَ جي اوائل کان وٺي هن جانور جو جام شڪار ٿيندو رهيو آهي. 1942ع ۾ جڏهن انگريز سرڪار مکي ڊنڊ جا ٻيلا ختم ڪري، اتي پنهنجا نڪاٽا قائم ڪيا، تڏهن ڦاڙهي جو تعداد گهٽجو گهٽجي ويو نارا ڪئنال ۽ آسپاس جي ٻيلن مان ڦاڙهي جي اندا ڌنڌ شڪار سبب ڦاڙهو جڻ تہ بلڪل ختم ٿي ويو آهي، نہ تہ هي علائقو ڦاڙهن سان پريل رهندو هو درياهي ٻيلن ۾ ڦاڙهي جو ستو بچاءُ ٿيندو رهي ٿو ڪجهہ ڪيتي جتوئي ۽ ڪونڊيجي خيرپور ۾ مهراڻي جي رک ۾ جهنگلي جيوت جي شوقينن جي ذاتي دلچسپي سبب بچيل رهي ٿو سنڌ جي جهنگلي جيوت کاتي پاران هاليجي ڍنڍ ۾سان بہ هڪ اهڙو پروگرام شروع ڪيو ويو آهي، جتي هٽرادو ماحول ۾ ڦاڙهي جي واڌويجهہ ڪرائي وڃي ٿي. 1994ع کانپوءِ سواءِ ڪنهن هڪ اڌ سال جي درياهي ٻيلن جي نہ پائجڻ سبب جهنگلي ڦاڙهو شڪارين جي خطري ۾ آهي. سنڌ جو هڪڙو اهڙو ٻيو ٽڪاٽتو جانور هرڻ (Gazelle) آهي، جنهن کي سولائيءَ سان پالي بہ سگهجي ٿو ڪنهن دور ۾ سنڌ جي خشڪ علائقي، ڪير ٿر ۽ لکيءَ جي ٽڪرلين پٽن سميت غيبي ديري جي الهندي ۽ نصيرآباد کان 3000 فوٽن جي بلنديءَ تي ڪتي جي قبر تائين ٿيندو هو. اهو هاٺي جنگشاهي، جهمپير، غيبي ديري ۽ ڪونڙيءَ کان آمريءَ تائين ختم ٿي ويو آهي. انهن مان هاٺي ڪي چند هرڻ کيرٿر نيشنل پارڪ، محل ڪوهستان جي جهنگلي جيوت جي رک، حب ڊئم جي جهنگلي جيوت جي رک، ڪوهستان ۾ سريءَ ويجهو باهمير جابلو سلسلي (Bahmir Range) سانگهڙ ۾ اڇڙي ٿر، جمي، سمي ۽ چاچري، ننگرپارڪر جي سرحدي علائقن ۽ ڏيپلي تعلقي جي ونهيءَ ۾ ڪجهہ انگ ۾ باقي بچيا آهن. بدقسمتيءَ سان شڪار هن کي تباهہ ڪري رهيو آهي. هرڻ جو ناجائز شڪار چؤماسي جي شروعاتي وسڪاري سان شروع ٿئي ٿو جڏهن جانور ڪچڙو گاهہ چرڻ لاءِ نڪري اچي ٿو هرڻن جي گهٽتائيءَ جو ٻيو سبب ٻچڙن جي وڏي چوري آهي، جيڪي ڪراچيءَ ۾ وڪرو ڪيا وڃن ٿا، جتان پوءِ مڇيءَ جي ٽرالرن ۾ لڪائي عرب امارات ڏانهن اسمگل ڪيا وڃن ٿا.

**روجهہ** (Blue Bull)، جيڪا انديا سان لڳندڙ سرحد سان جام ٿئي ٿي، ننگرپارڪر ويجهو رڳو هڪ ننڍي حصي Aslari تائين محدود ٿي وئي آهي ۽ گهاٽين ديوين ۾ پنهنجو قدرتي بچاءُ ڪري ٿي.



**ڪاريهل** (Black Buck) جي بحاليءَ لاءِ 1974ع ۾ IUCN جي سهڪار سان ٽيڪساس جي هڪ ڪيٽ مان 12 ڪارا هرڻ گهرائي کيرٿر نيشنل پارڪ ۾ ڇڏيا ويا هئا، جيئن تہ ڪارو هرڻ تيزيءَ سان واڌ ڪري ٿو، ان ڪري هن هرڻ جا 12 جوڙا مهراڻيءَ جي رک لاءِ بہ ڏنا ويا. 2004ع ۾ مهراڻي ۾ 450 کان مٿي ڪارا هرڻ موجود هئا. هرڻن جو هڪڙو ننڍڙو ڌڻ هڪ ٻيءَ خانگي رک ڪي، جيڪا ڪنڌياري ۾ آهي، ڏنو ويو جتي پڻ هنن هرڻن جي انگ ۾ سٺو واڌارو ٿي رهيو آهي.



سنڌ جو اهڙو هڪ ٻيو جانور 'گڊ' (Wild Sheep) ۽ 'سرهہ' (Sindh Ibex/ Wild goat) ڪنهن دور ۾ کيرٿر، پب ۽ لاکان رينج سميت مري علائقي ۾، کيرٿر جي موئيان، موگنتار ۽ لوسار جي آسپاس ۾ جام ٿيندو هو جوهيءَ جي الهندي ۾ لکي رينج ۾ شاهہ گودڙيي کان جبل جي مٿانهن هنڌن، ڪتي جي قبر تائين بہ ٿيندو هو. هاڻي انهن جي انگ ۾ گهٽي گهٽتائي آئي آهي، جڏهن تہ موئيدان مان 1968ع ۾ سرهہ بلڪل ختم ٿي ويو هو جنهن علائقي کي اڳتي هلي 1974ع ۾ نيشنل پارڪ جو درجو ڏنو ويو هن علائقي جو هاڻي سٺي طرح سان بچاءُ ڪيو وڃي ٿو ۽ سنڌ جو جهنگلي جيوت کاتو انهن جي هر سال ڳڻپ ڪري ٿو جنهن مان خبر پوي ٿي تہ سرهہ، گڊ ۽ غزالي هرڻ جي انگ ۾ لاڳيتو واڌارو ٿي رهيو آهي، جڏهن تہ اتي اڃا بہ ڪڏهن

ڪڏهن غير قانوني شڪار ڪيو وڃي ٿو. هن رڪ ۾ موجود جانورن جي انگ ۾ جهجهو واڌارو ٿيو آهي ۽ اهڙن ماڳن تي 2001ع کان وٺي ٽرافي هنٽنگ جو سلسلو متعارف ڪرايو ويو آهي. ڪيرٿر رڪ، جيڪا 308،733 ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي، نومبر 2000ع جي سروي موجب ان ۾ 10،695 تائين سرهه موجود آهن.

**چراخ**، جابلو ۽ ٽاڪرو هنڌن تي بيلائي هنڌن کان پاسيرو رهي ٿو. ڪنهن دور ۾ سنڌوءَ جي پٽن سان عام ٿيندو هو. جڏهن ته هاڻي درياهه جي اولهه وارن هنڌن تي ختم ٿيڻ تي آهي. سنڌوءَ جي اوير ۾ واريا‌سين پٽن ۽ درياهه جي خشڪ ٽپن سان، جتي انساني آبادي ڇڊي ٿئي ٿي، دادو ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ اجا موجود آهي. هي ڏينهن جو هڪ وڏو حصو پنهنجي ڏرن ۾ گذارين ٿا.

آهن. جڏهن ته گهٽي پاڳي سکر، گڊو، تونسا ۽ ۽ چشما بئراجن ۾ به موجود آهن. بئراجن جي اڏجڻ کانپوءِ بلهڻين جو انگ ورهائجي ويو آهي، سندن چرپر محدود ٿي وئي آهي، ڇو ته اهي بئراجن جا لڪ لنگهي نه ٿيون سگهن. جنهن سبب انهن جي پيدائش گهٽ ٿيڻ ڪري نسل Genetic Pool به گهٽجي رهيو آهي. ان کان سواءِ جيئن ته باقي بچيل بلهڻيون پاڻ ۾ لڳ ۽ پيدائش ڪري رهيون آهن. ان ڪري منجهن جسماني لڳايون پيدا ٿي ويون آهن. آبپاشي سرشتي جي واڌ جي ڪري سياري جي مند ۾ درياهن جو پاڻي به گهٽ وهي ٿو ۽ نتيجي طور بلهڻيون ڪئنالن ۾ ڦٽڪي وڃن ٿيون. جتي سندن لاءِ پاڻي گهڻ گهرو هجي ٿو. ان کان سواءِ درياهن جي غلاظت به بلهڻ جي وجود لاءِ خطرو بڻجي رهي آهي.



سنڌ ۾ ٿيندڙ **ڪاري رڇ** جي انگ ۾ به ڪافي گهٽتائي آئي آهي، جنهن جو سبئون سنڌو ڪارڻ رڇ جي ماڳن تائين انساني آباديءَ جو وڌڻ آهي. رڇن ڪي ان لاءِ به ماريو وڃي ٿو جو اهي فصلن کي نقصان پهچائين ٿا. WWF پاران ڪرايل هڪ سروي مطابق 1931ع ۾ 1600 رڇ پکڙيا ويا. جڏهن ته هتراڊو طور پالجندڙ رڇن جي بچن ۾ واڌارو ٿيو آهي. جوان جماڻ ماديون پکڙڻ دوران عام طور ماريون وڃن ٿيون ۽ انهن جي بچڙن کي پکڙي انڪل ٽن هزار روپين ۾ وڪرو ڪيو وڃي ٿو. مداري رڇن کي ناچ ۽ بيا ڪرتب سيکاري ماڻهن کي وندرائي پئسا ڪمائين ٿا. 1993ع ۾ اهڙي هڪ ٻي سروي مان ڄاڻ پئي ته هر سال رڇن جا 115 بچا پکڙيا وڃن ٿا.

**انڌي بلهڻ** (Indus Dolphin) دنيا جي تازي پاڻيءَ ۾ ٿيندڙ بلهڻين ۾ هيءَ وڌ ۾ وڌ ڳڻائتي سمجهي وڃي ٿي. هن بلهڻ جو وجود سامونڊي بلهڻ مان ٿيو آهي، جيڪا عربي سمنڊ جو هڪ اهم ڳڻائتو جانور آهي. هيءَ سنڌو درياهه ۾ به ٿئي ٿي. سنڌو درياهه جي لڙائيل پاڻيءَ ۾ رهڻ ڪري بلهڻين ۾ ڪيترين نرالين ڳالهين پيدا ٿيون آهن ۽ انڌي بلهڻ رڳو لڙائيل وهڪرن تائين محدود ٿي وئي آهي. اها اهڙي پاڻيءَ ۾ وچڻ ۽ رهڻ کان پڇي ٿي، جتي گوڙ گهمسان هجي، اهو ئي سبب آهي، جو سنڌوءَ جي ڇولين جي لاهه ۽ چاڙهه وارن هنڌن تي ڪڏهن به نه ڏٺي وئي آهي. ان جو هڪ سبب سندس لڙائيل پاڻيءَ سان سنبنڌ آهي. بلهڻين جا ولر سنڌو درياهه جي مختلف هنڌن تي ڏٺا ويا

سماجي تنظيم 'انڊس ڊالفن پراجيڪٽ' (Indus Dolphin Project) هن ڳڻائتي جانور تي کوجنا ڪري رهي آهي ۽ تيزيءَ سان ختم ٿيندڙ هن جنس کي ناپيد ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ ڪوششون ڪري رهي آهي. ان سلسلي ۾ ورتل اُپاءَ ڪارائتا ثابت ٿي رهيا آهن. سنڌ جي جهنگلي جيوت کاتي پاران بلهڻن جي رڪَ (گڊو ۽ سکر بئراجن وچ ۾) 602 ۾ سکر ۽ ڪوٽڙي بئراجن وچ ۾ 18 بلهڻين جي موجودگي ڏٺائي آهي. اها هڪ سٺي واڌ آهي، ڇو ته 1974ع ۾ رڳو 150 بلهڻيون موجود هيون.

**ڇمڙو** سنڌ جو ڇمڙو گهٽوانڪ ٿي رهيو آهي. ڇمڙو ڏکڻ بلوچستان ۽ اتر سنڌ ۾ شڪارپور ۾ ڪافي آهي. سنڌ جي ٻين علائقن جي ويران جاين ۾ به موجود ملي ٿو. هيءُ ڇمڙو جيئن ته ريگستان جي آبهوا سان سٺيءَ طرح سان پاڻ ٺهڪائي سگهي ٿو. ان ڪري عام طور گرم ۽ نيم استوائي پٽن/ هنڌن تائين محدود رهي ٿو ڇمڙو ايران ۽ افغانستان ۾ عام آهي.

سنڌ جو **جهنگلي سهو** سڄيءَ سنڌ ۾ ٿئي ٿو هي جيتوڻيڪ هڪ شڪار ٿيندڙ جانور آهي ۽ وڌندڙ زراعت سبب ان جا ماڳ تيزيءَ سان ختم ٿي رهيا آهن. پر ان هوندي به اهو پنهنجو وجود برقرار رکي سگهيو آهي. چاڪاڻ ته تيزيءَ سان واڌ ڪندڙ آهي.

**گورخر** (Indian wildass) اصل ۾ جهنگلي گهوڙي جي جنس مان آهي ۽ ختم ٿيڻ جي ويجهو آهي. گورخر ٿوري تعداد ۾ ٿرپارڪر جي رڻ ڪڇ ۾ نظر اچن ٿا. گورخر جو وڏو شڪاري انسان آهي ۽ بگهڙ به هن جا بچا کٽي وڃي ٿو. گورخر لاءِ South African horse Sickness ۽ Surra موتمار بيماريون ٿين ٿيون ۽ اهي ٻئي سنڌ ۾ به ٿين ٿيون.

**چلامرون** (Indian Pangolin/ Scaly anteater) ريگستاني علائقن ۾ ٿئي ٿو. ويران ۽ جابلو ماڳ هن جي رهائش گاهه آهن. چلامرون سڄيءَ سنڌ ۾ مختلف هنڌن: سنڌوءَ جي ڪاہي پاسي دادو ۽ لاڙڪاڻي جي ٽاڪرو الهندي پاسي، حب نديءَ جي وادي ۽ ڪيرٿر رينج ۾ ڏٺو ويو آهي.



چلامرون جيئن ته هڪ مخصوص قسم جو ڪاڏو ڪائيندو آهي، ان جي فصلن لاءِ انتهائي ڪارائتو جانور آهي، ڇو ته ماڪوڙين ۽ اڏوهيءَ جا آنا ڪائي چٽ ڪري ٿو.

**گدڙ** سنڌ جو عام جانور آهي، جيڪو ٿر، ڪوهستان ۽ وچولي جي ٻنين ۾ ٿئي ٿو. ٿمر جي ٻيلن ۾ ٿيندڙ گدڙ هيٺانهن هنڌن تان ساحل ڏانهن لڏي ويو آهي، هن گدڙ ڪي جسم تي وڏا وار ٿين ٿا ۽ پنهنجي نئين ماحول سان اهڙو هري ويو آهي، جو مڇي ڪائي پنهنجو پيٽ پاليندو رهي ٿو.

## سنڌ جا سرڙا ۽ جل ٿل واسي جانور:

ڪروڪوڊائلڊي (Crocodylidae) جي ننڍڙي ڪٽنب ۾ رڳو ڪجهه قسمن جون جنسون ٿين ٿيون، انهن مان واڳون (Marsh crocodile) ڪراچيءَ کان 16 ڪلوميٽر اتر ۾، منگهي پير ۾ ڏسي سگهجن ٿا.

جو ان جو شڪار ڪري سندس پيٽ جي اڇاڻ مائل پيلي چمڙي حاصل ڪئي ويجي ٿي. واڳن جي انگ ۾ گهٽتائي اچڻ جو هڪ ٻيو سبب ان جا ماڳ ختم ٿيڻ ۽ آنا چورائجڻ به آهي.

ساڳئي ڪٽنب جو هڪ ٻيو جانور **سيسر/ گهڙيال** (Gharial/ Gavial) سنڌو درياهه ۾ جام ٿيندو آهي. واڳون آنن لاهڻ جي موسم ۾ يا هونئن به نسبتاً مائو وهندڙ پاڻي پسند ڪري ٿو جو اهڙن هنڌن تي سولائيءَ سان ساهه کڻي سگهندو آهي.سيسر هڪ ڊگهي عرصي تائين زنده رهي سگهي ٿو جڏهن ته هاڻي قدرتي ماڳن تان ان ڪري ختم ٿي ويو آهي، جو اهي ماڳ آبپاشي ۽ پاڻيءَ ذريعي بجلي پيدا ٿيڻ (Hydroelectric) لاءِ ڪتب آندا ويا آهن، ان ڪري اُتي واڳون رهائش (Nesting) اختتام ڪري نه ٿا سگهن. ماڻهو انهن جي آنن جي تلاش ۾ رهن ٿا، جيڪي ڪاڏي ۽ دوا طور استعمال ڪيا وڃن ٿا. نر سيسر جو اُن ڪري به شڪار ڪيو وڃي ٿو جو ان جي منڍيءَ ۾ 'قوت باهه' وڌائڻ جون خاصيتون پاتيون وڃن ٿيون. ڇارن ۾ اتفاق سان ڦاسي پوندڙ سيسرن کي مهاڻا يا ته ماري ڇڏين ٿا، يا وري کين ٻوڙي ڇڏين ٿا.

**سنڌ جو ڪاريهر** (Indian cobras) هي ڪاريهر سنڌ ۽ انڊيا جا مقامي نانگ آهن. ڪاريهر پاڪستان سميت سري لنڪا ۽ انڊيا ۾ به ٿين ٿا. اهي جيئن ته آسپاس جي هڪ وسيع ماحول سان پاڻ ٺهڪائي سگهن ٿا، ان ڪري قدرتي ٻيلن، زرعي علائقن ۽ سارين جي فصل ۾ به رهي سگهن ٿا. جيتوڻيڪ انڊين ڪاريهر خطري کان ٻاهر آهن، پر اِن هوندي به پنهنجي مخصوص کل سبب ماريا وڃن ٿا، انهن جي کل ٿيلها (hand bags) ٺاهڻ لاءِ ڪتب اچي ٿي.



جيتوڻيڪ منگهي پير ۾ واڳن جي تعداد ۾ گهٽتائي آئي آهي، پر ان هوندي عقيدتمندن جو هڪ وڏو تعداد اتي اچي واڳن کي گوشت کارائي ٿو.

**واڳون** عام طور تراڪڙي (تازي ۽ کاري) پاڻيءَ ۾ ٿئي ٿو نئين ماحول سان پاڻ کي سولائيءَ سان ٺهڪائي ٿو جڏهن کا ڍنڍ سڪي وڃي ٿي ته خشڪيءَ تان ڪنهن نئين ڍنڍ تائين رسي وڃي ٿو. واڳون هٿرادو ڍنڍن سميت قدرتي ڍنڍن ۽ ڍورن ۾ سولائيءَ سان پنهنجي سٽ سان رهي سگهي ٿو. سنڌ جي کارين ڍنڍن ۾سان، ٽڪرين جي پاسن سان ٻرن ۾ به رهي ٿو. هن وقت واڳونءَ جو وجود ان ڪري خطري ۾ آهي،

**آڪسس ڪاريهر** (Oxus Cobra) ڏسڻ ۾ انڊين ڪاريهر جهڙو اچي ٿو. پر پاڪستان ۾ تمام گهٽ ٿئي ٿو پاڪستان جي اترين علائقن ۾ 2100 ميٽرن جي بلنديءَ تي ٿئي ٿو. خيبر پختونخوا ۽ بلوچستان سميت سنڌ جي ڪن حصن ۾ ٿئي ٿو.

**اردها نانگ** (Indian Python) جيتوڻيڪ عام طور جهنگ جو رهواسي آهي، پر ڪليل ٻيلن ۽ ٽاڪرو هنڌن تي اپريل ساوڪ ۾ به ٿئي ٿو ٻيلن نه هجڻ جي حالت ۾ درياهه ۽ ڍنڍن ۾ رهي ٿو. سنڌ ۾ تجارتي طور انڊس ڊيلٽا جي آسپاس ٿئي ۽ ٿرپارڪر ضلعن ۽ هاليجي ڍنڍ ۾ به

ٿئي. هن جي چمڙي حاصل ڪرڻ لاءِ شڪار ڪيو وڃي ٿو جنهنڪري هن جي انگ ۾ وڏي گهٽتائي آئي آهي. ان کان سواءِ گذريل ڪجهه ڏهاڪن کان وٺي اژدها نانگ جا ماڳ ختم ٿي وڃڻ، طبي مقصدن لاءِ شڪار ٿيڻ سبب به هي نانگ ختم ٿي رهيو آهي.

**سائي ڪُمي** (Green Turtle) دنيا جي رڳو گرم ملڪن جي پاڻيءَ ۾ ٿئي ٿي. جوان ڪميون سمنڊ ۾ اهڙن هنڌن تي آسپاس رهن ٿيون، جتي الجي (Algae) ٿئي ٿي، جيڪا سندن مکيه کاڌو آهي. سنڌ ۾ سائي ڪمي ڪراچيءَ جي سامونڊي ڪناري ۽ بلوچستان جي مڪران جي ساحل تي ٿئي ٿي. سامونڊي ڪمين ۾ هيءَ ڪمي سبزي خَور ٿئي ٿي، جيڪا رڳو الجيءَ تي زندهه رهي ٿي يا سمنڊ جي مختلف قسمن جي گاهه تي. هن ڪميءَ کي انسان کان خطرو آهي. ڪو اهڙو به دور گذريو آهي، جڏهن ڪيترن ڏهاڪن کان وٺي هيءَ ڪمي هاڪس بي ۽ سئنڊس پٽ جي ويران ڪنارن سان پئي واڌويجهه ڪندي هئي. جڏهن



۽ اهڙن هنڌن تي ٿيندڙ ترقيءَ سبب هن ڪميءَ جو وجود خطري ۾ اچي ويو آهي. جڏهن ڪمين جا ٻچا ڦٽن ٿا ته اهي سامونڊي پاڻيءَ جي مٿاڇري تي پوندڙ روشنيءَ جي ڪري سمنڊ کان ٻاهر اچڻ جي ڪوشش ڪن ٿيون، جڏهن ته ٻئي پاسي کان سامونڊي ڪناري سان موجود انساني آبادين وٽان پوندڙ ججهي روشنيءَ جي ڪري ٻچڻ ڪميون ڀٽڪي غلط پاسن ڏانهن هليون وڃن ٿيون، جتي ڪين ڪتا ۽ ڪانوَ کائي وڃن ٿا. هي ڪميون تجارتي مقصد لاءِ به ڦاسايون وڃن ٿيون، جنهنڪري انهن جي تعداد ۾ وڏي گهٽتائي ٿي رهي آهي. هنن ڪُمين جا آنا ايشيا جي ڪن ملڪن ۾ ماڻهو کائڻ لاءِ به استعمال ڪن ٿا.

**زيتوني ڪُمي** (Olive Ridley Turtle): دنيا جي گرم ملڪن ۾ خاص طور اهي علائقا، جيڪي انڊو پئسفڪ ۽ ايسٽ ائٽلانٽڪ خطن ۾ اچن ٿا، اُتي هيءَ ڪمي عام جام ٿئي ٿي. هندستاني ساحلي ڪنارن سان به عام جام ٿئي ٿي. جيتوڻيڪ وڌندڙ انساني آبادين سبب هن ڪميءَ جي واڌ ويجهه جا هنڌ تباهه ٿي رهيا آهن، پر ان هوندي به اجا تائين ججهي ٿئي ٿي. هيءَ ڪمي هر شيءِ کائيندي آهي. مثل مڇي ۽ ڪيڪڙن سميت جهينگن (Mollusc) جا نرم حصا به کائي وڃي ٿي. جيلي فش (Jelly fish) جي ڪن قسمن کي به پسند ڪري ٿي. هنن ڪمين کي سڀ کان وڏو خطرو تجارتي مقصدن لاءِ پڪڙڻ، جهينگن سان گڏ جار ۾ ڦاسڻ ۽ آنا چوري ڪرڻ جي ڪري آهي. هي ڪميون جيئن ته جيلي فش به شوق سان کائين ٿيون، ان ڪري ڪا ڪُمي پلاسٽڪ جي ٿيلهيءَ کي عام طور غلطيءَ وچان جڏهن جيلي فش سمجهي کائي ٿي ته گهُٽجي مري وڃي ٿي. سنڌ جي ويٽ لئنڊ ۾ هين



هنڌن تي تازي پاڻيءَ جون ڪُميون به گهڻي تعداد ۾ ٿين ٿيون، جڏهن ته غير قانوني شڪار ۽ ڏکڻ اوڀر ايشيا ۽ وچ اوڀر جي مارڪيٽن ۾ وڪري سبب هنن ڪمين جي انگ ۾ به تيزيءَ سان گهٽتائي اچي رهي آهي.

سنڌ ۾ گهٽجندڙ جهنگلي جيوت هڪ پاسي کان قدرتي آفتن ته ٻئي پاسي کان انساني آزارن سبب گهڻي خطري ۾ آهي. ڪنهن دور ۾ شڪار هڪ اهڙو شوق سمجهيو ويندو هو، جيڪو سنڌ جي اميرن، وڏيرن ۽ جاگيردار طبقي تائين محدود هوندو هو. 1960ع جي ڏهاڪي کان اڳ ۾ هٿيارن جا لائسنس ائين عام جاري نه ڪيا ويندا هئا ته جهنگلي جيوت به اهڙو دباءُ سولائيءَ سان برداشت ڪري سگهندي هئي. جاگيردار پنهنجي تفريح ۽ ذاتي مقصدن لاءِ جهنگلي جيوت جو استحصال ڪندا رهيا. اهي جيئن ته زمينن جا مالڪ به هئا، تنهنڪري هنن جهنگلي جيوت جي بچاءَ لاءِ ڪي اپاءَ نه ورتا. جڏهن ته 1960ع واري ڏهاڪي کانپوءِ سماجي ۽ انتظامي تبديلين سبب اڳوڻا سلسلا بدلجي ويا. جهنگلي جيوت جي گهٽجندڙ انگ کي ڏسندي سرڪار کي ابتدائي قانون لاڳو ڪيا ته جيئن وڌندڙ شڪار تي ضابطو رکي سگهجي، پر ان سان ڪو به خاص فائدو نه ٿيو ۽ شڪار ٿيندڙ جانور ۽ پکي اڳي جيان تيزيءَ سان مرندا رهيا. زراعت لاءِ استعمال نه ٿيندڙ زمين، جيڪا ڪنهن وقت ۾ گئليفارمس ڪٽنب (Galliformes) ۽ ٻي ڪيتري جهنگلي جيوت لاءِ اجهو هوندي هئي، اها به آهستي آهستي ڪيڙجڻ شروع ٿي، نتيجي طور اهڙن هنڌن ۽ علائقن مان يا ته جهنگلي جيوت هميشه لاءِ هلي وئي يا بلڪل گهٽجي وئي. خشڪ علائقن ۾ رهندڙ لاڳيتو خشڪ ساليءَ ۾ مٽجندڙ موسمي تبديلين ۽ قدرتي آفتن جهڙيون حالتون پيدا ٿين ٿيون. 1994ع ۾ هيٺاهين سنڌ ۾ هلندڙ ڏکهي وسڪاري، ان کانپوءِ گهوٽڪي، خيرپور ۽ سانگهڙ ضلعن ۾ اونهاري جي سخت گرمي ۽ 1999ع ۾ آيل سامونڊي طوفان توڙي 2010ع ۾ ٻوڏ ۽ سخت برسات سبب نه رڳو بدين ۽ ٺٽي ضلعي جا ساحلي علائقا تباهه ٿيا، بلڪ سنڌ جا ٻيا علائقا به متاثر ٿيا ۽ جهنگلي جيوت جي وڏي انگ وڏي پئماني تي پنهنجي اصلي ماڳن کان لڏپلاڻ ڪئي ۽ تباهه ٿي.

سنڌ ۾ جهنگلي جيوت جي تباهيءَ جا ڪيترائي سبب آهن، جهڙوڪ: سنڌوءَ ۾ پاڻيءَ جو نہ هجڻ، نالي ماتر/ تمام گهٽ موسمي ٻوڏون ۽ ڪچي جو نہ ٻڏڻ، 1992ع کان سراسري طور گهٽ يا عام رواجي کان بہ گهٽ ٿيندڙ وسڪارو، سڪيءَ تي موجود پاڻيءَ جو سڪي وڃڻ، ڍنڍون ڍورا سڪي وڃڻ ۽ ساحلي پٽيءَ سان خاص طور ٺٽي، گهوڙا ٻاري، ميرپور ساڪري، جاتي، سجاول، ميرپوربٺوري، بدين ۽ ٽنڊي باگي تعلقي جي پوسي زمين (Wetland) کي زرعي زمين ۾ بدلائي ڇڏڻ، ان کان سواءِ جن جن هنڌن تي پوسي زمين موجود آهي، اتان جو پاڻي صحت بخش نہ رهيو آهي، جو اتي قدرتي وسيلن کان اڻپورو پاڻي ڇوڙ ڪجي ٿو، گندي پاڻيءَ جي ملاوٽ ٿيندي رهي ٿي ۽ ٽيوب ويلن جو ڪارو يا ٻاڙو پاڻي ملندو رهي ٿو اهي مسئلا خاص طور حمل، منڇر ۽ ٽرڙي ڍنڍ سان گهٽا آهن. ايل. بي. او. ڊي (LBOD) نوابشاهہ، بدين ۽ ٺٽي ضلعن جي وئٽلئنڊ کي تباهہ ڪري ڇڏيو آهي، جواتي اهي يا تہ سُڪي ويا آهن، يا تہ ايترا خراب ٿي ويا آهن، جو آبي پکي، جيڪي اڳ ۾ اتي واهيرو ڪندا هئا، يا ايندا ويندا رهندا هئا، هاڻي اهي ڪن ٻين هنڌن تي سيارو گذارڻ لاءِ مجبور آهن. حڪومتي سطح تي ڪي اهڙيون بہ ڪوششون ٿينديون رهيون آهن تہ جيئن شڪارين جي سرگرمين تي نظر رکي سگهجي. شڪار جي پرمٽ ’سنڌ وائلڊ لائيف مئنيجمينٽ‘ جاري ڪري ٿو، تن جو هميشہ غلط استعمال ڪيو وڃي ٿو ان کان سواءِ جيئن تہ شڪار جي موسم ڊگهي ٿئي ٿي ۽ جيڪا جهنگلي جيوت بچي بہ وڃي ٿي، تہ اها هڪ ڊگهي عرصي تائين اهڙو دٻاءُ برداشت نہ ٿي ڪري سگهي.

سروي جي حوالي سان ﻫ اوائلي مهمون/ رٿائون ’گاءِ مائونٽفورٽ‘ (Guy Mountfort) جي سربراهيءَ ۾ 68-1967ع ۾ پاڪستان ۾ جهنگلي جيوت جي حالت جي اندازي لڳائڻ لاءِ هلايون ويون تہ جيئن جهنگلي جيوت جي سائنسي بنيادن تي سار سنڀال لهي سگهجي ۽ ڪن اهڙن هنڌن کي تحفظ ڏئي (نئشنل پارڪ، وائلڊ لائيف سينڪچوري ۽ گيم رزروس) قرار ڏئي سگهجي، انهن رپورٽن ۾ سرڪار کي اهي بہ سفارشون ڪيون ويون تہ جهنگلي جيوت کي الڳ ڪري، ان کي ٻيلي کاتي سان ملايو وڃي.

1970ع ڌاري سنڌ سرڪار جهنگلي جيوت جي قانونسازيءَ تي ڪم شروع ڪيو ۽ 1973ع ۾ سنڌ وائلڊ لائيف پروٽيڪشن آرڊيننس جاري ڪيو جهنگلي جيوت جي بچاءَ ۽ حالتن آهر ان ۾ وقت بوقت سڌارا ۽ واڌارا آندا وڃن ٿا. کيرٿر نئشنل پارڪ، جيڪو 1092 هم چورس ميلن ۾ پکڙيل آهي، 1975ع ۾ وجود ۾ آيو ۽ هن قانون هيٺ جهنگلي جيوت جون 35 رکون/ سينڪچريون ۽ 15 گيم رزروس (Game reserves) اچي وڃن ٿا.

سنڌ ۾ تحفظ ڏنل اهڙا ڪيترائي ماڳ مڪان آهن، جيڪي گوناگون جيوت سميت قدرتي ۽ ثقافتي وسيلن کي تحفظ ڏين ٿا ۽ انهن جو قانوني يا اهڙن ٻين اثرائتن طريقن سان انتظام هلايو وڃي ٿو. ڪنهن بہ جهنگلي جيوت جي سينڪچري/ رک هڪ اهڙو ماڳ ٿئي ٿو، جنهن کي خاص طور تي ان سبب نويڪلو ڪيو وڃي ٿو تہ جيئن اتي ڪنهن بہ گوڙ گهمسان کان سواءِ جهنگلي جيوت پنهنجي نسلي واڌويجهہ ڪري سگهي. اهڙي هنڌ تي وڃڻ جي منع هجي ٿي ۽ عام ماڻهوءَ کي اتي جي ڪا شيءِ استعمال ڪرڻ نہ ٿي ڏني وڃي، نہ ئي ان زمين جو استعمال ڪري سگهجي ٿو سواءِ اهڙين حالتن جي، جڏهن ڪن خطرن ۽ هاڃن کي گهٽائڻو هجي، وبائي بيمارين پکڙجنديون هجن، جيتن جو حملو ٿيندو هجي يا قدرتي آفتون اينديون هجن، جڏهن تہ نيشنل پارڪ، جهڙوڪ: کيرٿر نئشنل پارڪ، جنهن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، اهو بہ عام ماڻهو تفريحي، تعليمي ۽ تحقيقي مقصدن لاءِ استعمال ڪري سگهي ٿو منجهس موجود جهنگلي جيوت کي پارڪ جي حدن کان ٽن ميلن اندر ڪنهن بہ قسم جو ڇيهو رسائي نہ ٿو سگهجي. اهڙين رکن کي قائم ڪرڻ جو هڪ مقصد حد کان وڌيڪ شڪار تي ضابطو رکڻ بہ آهي. اهڙن هنڌن تي شڪار ڪرڻ لاءِ خاص پرمٽون جاري ڪيون وينديون آهن. اهڙين پرمٽن ۾ اهو بہ ٻڌايو ويندو آهي، تہ وڌ ۾ وڌ ڪيترن جانورن جو شڪار ڪرڻ/ ڦاسائڻ جي اجازت آهي.

جيستائين WWF انٽرنيشنل ۽ سنڌ وائلڊ لائيف مئنيجمينٽ بورڊ، ڊاڪٽر جيارجيو پليري (Giorgio Pilleri) ڊائريڪٽر برين اناٽامي انسٽيٽيوٽ انڊ پروفيسر نيوروائناٽامي اينڊ ڪمپيوٽر نيورو پيٿالاجي، يونيورسٽي آف سئزرلينڊ کي نہ گهرايو، تيستائين سنڌ جي انڌي ٻلهڻ جي انگ ۾ تشويشناڪ حد تائين گهٽتائي ٿي رهي هئي. ڊاڪٽر هن يگاني انڌي ٻلهڻ جي بايولاجيڪل سڃاڻ (Echolocation) جو اڀياس ڪيو سندس سفارش تي انڊس ڊالفن رزرو (Indus Dolphin Reserve) قائم ڪيو ويو تہ جيئن هن گهٽائتي جانور کي هڪ انتهائي خلل واري ماحول مان جيئندان ڏئي سگهجي/ سانڍجي. اهڙن اثرائتن اپائن ۽ سائنسي طريقن اختيار ڪرڻ سان همٿائيندڙ نتيجا حاصل ٿيا آهن.

جهنگلي جيوت جي بچاءَ کي وڏي تقويت تڏهن ملي، جڏهن 1990ع ۾ جهنگلي جيوت کي ٻيلي کاتي سان ملايو ويو. جهنگلي جيوت جي سائنسي بنيادن تي تنظيم ڪاريءَ لاءِ ڪيتريون ئي نيون رٿائون هلايون ويون، جن هيٺ مقامي آبي پکين جي ڪيترين ئي جنسن ۽ ناري جي ڦاڙهي کي پالي، انهن جي نسل وڌائڻ جون ڪوششون ڪيون ويون. کيرٿر نئشنل پارڪ جي ڪرن وارن جانورن جو سائنسي اڀياس ڪيو ويو. ڪنداهہ رزرو فاريسٽ/ رک قائم ڪئي وئي. واڳن جي وڌاءَ لاءِ اپاءَ ورتا ويا ۽ انهن کي پنهنجي قدرتي جوءِ ۾ ٻيهر متعارف ڪرايو ويو ۽ ڪاريهل (Blackbuck) جي واڌ لاءِ ڪيترا تجربا ڪري ان کي خيرپور ۽ نوابشاهہ ضلعن ۾ پنهنجين قدرتي رکن ۾ رهڻ لاءِ ڇڏيو ويو اهڙن اپائن وٺڻ سان اميد کان بہ وڌيڪ ڪاميابي ٿي، انهن مان ڪيترين رٿائن جو پهريون مرحلو ڪاميابيءَ سان پورو ڪيو ويو، جڏهن تہ بدقسمتيءَ سان ٻئي مرحلي جون ڪيتريون رٿائون مالي مسئلن سبب شروع ٿي نہ سگهيون.

جهنگلي جيوت جي بچاءَ لاءِ جيڪي فائديمند اپاءَ ورتا ويا، انهن ۾ هڪ نئشنل هاءِ وي اٿارٽيءَ پاران ڪراچيءَ کان پشاور تائين نهندڙ موٽر وي ۾ تبديلي آڻڻ لاءِ ڪوششون هيون. ڇو جو اڳ محل ڪوهستان جي جهنگلي جيوت جي رک ۽ ڪيرٿر نئشنل پارڪ کي ورهائي منجهانئس اهو هاءِ وي نهڻو هو. اهڙو هيو ڪم سنڌ وائلڊ لائيف مئنيجمينٽ بورڊ، ايشين ويٽ لئنڊ بيورو ۽ انٽر نيشنل واٽر فائول ريسرچ بيورو پاران وچ سياري ۾ آبي پکين جي ڳڻپ ڪرڻ هئي، جڏهن ته سنڌ وائلڊ لائيف ڊپارٽمينٽ پاران لنگهه ويٽلئنڊ جي بحاليءَ جو ڪم پورو ڪيو. انهن ڪمين سميت ڦاڙهي ۽ واڳونءَ کي بچائڻ لاءِ به ڪامياب ڪوششون ڪيون ويون، ڇو ته چوٽياريون ڊئم سبب ايترو ته ماحولياتي نقصان ٿيو جو انهن جنسن جو وجود خطري ۾ اچي ويو هو. پاڪستان سرڪار تيل جي ڳولا لاءِ معدنيات کاتي رستي ’پريميئر آئل ڪمپنيءَ‘ کي ڊمبر علائقي ۾ ڪيرٿر نئشنل پارڪ ۽ محل ڪوهستان جي WL رک ۾ لائسنس جاري ڪيا، جيتوڻيڪ انهن هنڌن تي تيل جي ڳولا ڪرڻ تي آءِ يو سي. اين (IUCN)، ڊبليو ڊبليو ايف (WWF) ۽ عوام تنقيد به ڪئي. سماجي تنظيمن جي حمايت ۽ دليل بازيءَ ڪانپوءِ اهڙن تحفظ ڏنل ماڳن تي کوٽائي شروع ڪرڻ کان اڳ ۾ سروي ڪرائي. ساڳئي وقت پارڪ جي قدرتي وسيلن ۽ مختلف حصن جو هڪ بنيادي اپياس به ڪرايو. پارڪ ۾ موجود ڪرن وارن جانورن ۽ رک ۾ موجود جملي جانورن جي هڪ وسيع سروي ڪئي وئي ان ڏس ۾ هڪ ڪاميٽي جوڙي ڪيرٿر نئشنل پارڪ مئنيجمينٽ پلان به ٺاهيو ويو.

مٿين لاڙن مان اها خبر پوي ٿي ته سول سوسائٽي، سرڪاري ادارن توڙي مڪاني ادارن ۾ جهنگلي جيوت جي بچاءَ ۽ ان جي قدرتي ماڳن کي بچائڻ لاءِ سجاڳي پيدا ٿي رهي آهي. سنڌ پنهنجن ماڻهن جي سرگرم شموليت سبب اهو پرچٽو آهي، جتي جهنگلي جيوت جو سائنسي ۽ پائدار بنيادن تي سارسنڀال جو ڪم شروع ڪيو ويو آهي. ’ون يونٽ‘ جي ٽٽڻ ۽ صوبن جي هڪ خود مختيار انتظامي ڍانچي جي وجود ۾ اچڻ ڪانپوءِ شڪار کاتو سنڌ هيلي کاتي ۾ ضم ڪيو ويو. جهنگلي جيوت جو قانون نافذ ڪري، سنڌ وائلڊ لائيف مئنيجمينٽ بورڊ رستي، جنهن جو سربراهه صوبي جو وزيراعليٰ آهي، ڪيترائي مسئلا حل ڪيا ويا آهن. اهڙو قانون بين صوبن لاءِ پنهنجي جهنگلي جيوت بچائڻ لاءِ هڪ مثالي قدم ثابت ٿيو آهي. ان سلسلي ۾ جيڪڏهن سنڌ وائلڊ لائيف مئنيجمينٽ بورڊ شروعات ڪندڙ رهيو آهي ته سنڌ سرڪار به پنهنجي وسان نه گهٽائيندي جهنگلي جيوت جو هڪ الڳ کاتو وجود ۾ آندو ته جيئن ان کيتر ۾ ڪم ڪندڙ ڪردارن جي صلاحيتن ۽ سگهه کي وڌائي سگهجي.

جهنگلي جيوت جي بچاءَ ۾ غير سرڪاري تنظيمن جون به ڪاوشون رهيون آهن. جن نه رڳو جهنگلي جيوت کاتي جي عملي کي سکيائون ڏنيون، پر ڪيترين جنسن جي بچاءَ لاءِ مالي سهائتا پڻ ڪئي، سيمينار ڪرايا، اسڪولي نصاب لاءِ ڪم ڪيو. جنهن لاءِ اسڪولن ۾ جهنگلي جيوت بابت ڄاڻ ڏيڻ جا پروگرام ڪيا ويا ته جيئن نئين نسل ۾ جهنگلي جيوت جي تحفظ لاءِ اهڙا لاڙا پيدا ٿي سگهن. اهڙين تنظيمن ۾ آءِ يو سي. اين (IUCN)، ڊبليو ڊبليو ايف (WWF)، انٽرنيشنل واٽر فائول ريسرچ بيورو ۽ ايشين ويٽلئنڊ بيورو سرفهرست آهن. انهن جي سهڪار کان سواءِ سنڌ جي جهنگلي جيوت جو کاتو ايترين ڪاميابيون حاصل ڪري نه سگهي ها.



ڪي اهڙا جهنگلي جيوت سان پيار ڪندڙ شخص به آهن، جن نه رڳو خانگي طور تي رکون قائم ڪري جهنگلي جيوت جو بچاءُ پئي ڪيو آهي، پر اهي هن وهنوار ۾ سدائين اڳرا ۽ ان جو هڪ حصو رهيا آهن. مير علي مراد خان ٽالپر پنهنجي سڄي زندگي ۽ سرمايو سنڌ جي جهنگلي جيوت بچائڻ لاءِ پنهنجي هڪ خانگي رک ’مهراڻي وائلڊ لائيف ريسرچ اينڊ بريڊنگ رزرو‘ خيرپور لاءِ وقف ڪري ڇڏي آهي. شيخ زيد بن سلطان النهيان وائلڊلائيف ٽرسٽ جو سنڌ جي جهنگلي جيوت جي بچاءَ ۽ انتظام ڪاريءَ ۾ به هڪ حصو رهيو آهي، ان لاءِ هن وائلڊ لائيف ريسرچ سينٽر ۾ 500 ايڪڙ زمين ڏني آهي، جتي ڪاريهل (Black Duck)، Urail ۽ ڦاڙهي (Chinkara) جهڙن جانورن جي ڪاميابيءَ سان واڌويجهه ڪرائي پئي وڃي، جيڪي پوءِ پنهنجين اصلي ماڳن ۾ ڇڏيا ويندا.



تيل ۽ گئس سان گڏ انهن سان لاڳاپيل تنظيمون، جيڪي کوٽائي ۽ کوجنا جي ڪم ۾ مشغول رهن ٿيون، تن جي سرگرمين سبب اهڙا هنڌ جتي جهنگلي جيوت رهي ٿي، متاثر ٿين ٿا، تنهنڪري اهي به جهنگلي جيوت جي بچائڻ ۾ مکيه حصيدار ٿين ٿا. اهڙي ماڳ جو هڪ مثال ڪير ٿر نئشنل پارڪ آهي. پريميئر آئل ايڪسپلوريشن ڪمپنيءَ کي نيشنل آئل ڪمپني پاڪستان سان گڏ ڪيرٿر نئشنل پارڪ ۽ محال ڪوهستان وائلڊلائيف سينڪچري ۾ تيل ۽ گئس جي ڳولا لاءِ جڏهن لائيسنس مليو ته انهن اهڙن هنڌن تي کوٽائيءَ جو ڪم شروع ڪيو. جڏهن ته پريميئر ڪفيڪ پاڪستان، پارڪ ۽ رک ۾ دائمي حصيدار آهي، جن جهنگلي جيوت جي تحفظ لاءِ مالي سهائتا سان مختلف پروگرام شروع ڪيا آهن ته ڪيرٿر نئشنل پارڪ لاءِ انتظامي رٿا به تيار ڪئي آهي.

## سنڌ جا ڪجهه اهم سرندڙ ۽ آبي جانور

| انگريزي نالو | سائنسي نالو | سنڌي نالو |
|---|---|---|
| Indian Ocean Green Turtle | Chelonia mydas | سبز ڪمي |
| Pacific Olive Ridley Turtle | Lepidochelys olivacea | سائي ڪمي |
| Spotted Pond Turtle | Geoclemys hamiltoni | ڪمي |
| Indian Sawback River Turtle | Kachuga tecta | ڪمي |
| Starred Tortoise | Geochelone elegans | ڪچون |
| Marsh/Snub- Nosed Crocodile | Crocodylus palustris | واڳون |
| Yellow/Striped Monitor Lizard | Varanus flavescens | گوهه |
| Fat-Tailed/Leopard Gecko | Eubleparis macularius | هڻ ڪڻ |
| Orange Tailed Sand Skink | Eumeces schncideri | مڪ چٽي |
| Indian Sand Swimmer | Ophiomorus tridactgylus | مڪ چٽي |
| Indian Spiny Tailed Lizard | Uromastix hardwicki | ساندو |
| Indian Rock Python | Molurus | ازدها نانگ |
| Russell Sand Boa | Eryx conicus | ٻہ مُنهين بلا |
| Oxus/Black Cobra | Naja oxiana | ڪاريهر |
| Indian Common Krait | Bungarus caeruleus | پيئڻ بلا |
| Russell's Viper | Vipera russelii | ڏمبر |
| Red Spotted Diadem Snake | Sphalcrosoplis arenarius | ڪوراڙ بلا |
| Glossy Bellied Racer | Coluber ventromaculatus | پريلا |
| Common Rat Snake/Dhaman | Ptyas mucosus | ڪوئا مار |
| Sindh River Snake | Enhydris pakistanicus | درياهي نانگ |
| Beaked Sea Snake | Enhydrina schistosus | سامونڊي نانگ |
| Annulated Sea Snake | Hydrophis cyanocinctus | سامونڊي نانگ |
| Tiger Bull Frog | Rana tigerina | ڏيڏر |
| Indus Toad | Bafo andersori | سنڌي ڏيڏر |

## سنڌ جا ڪجهه اهم پکي

| انگريزي نالو | سائنسي نالو | سنڌي نالو |
|---|---|---|
| Great Bustard | Ardeotis nigriceps | ٻاري تلور |
| Houbara/ Macqueen's Bustard | Chlamydotis macqueeni | تلور |
| Common/ Blue Peafowl | Paro cristatus | مور |
| Black Francolin/ Partridge | Francolinus francolinus | ڪارڙو تتر |
| Grey Francolin/ Partridge | Francolinus pondicerianus | ڀورو اڇو تتر |
| Yellow Legged Green Pigeon | Treron phocnicootera | ڪبوتر |
| Red turtle Dove | Streptoclia tranquebarica | گيرو / پٽ گيري |
| Dalmatian Pelican | Pelecanus cripus | پيئڻ (پکي) |
| Lesser Flamingo | Phoencicopteru s minor | لاکي جاجي |
| White Stork | Ciconia ciconia | اڇي تور (پکي) |
| Painted Stork | Mycteria leucocephala | رنگين لق لق، تُور (پکي) |
| Greater Painted Snipe | Rostratula benghalensis | ڏانڊي اسناف |
| Sociable Lapwing | Vanellus gregarious | ٽيٽيهر (پکي) |
| Pheasant tailed Jacana | Hydrophasianus | پيهوڙي |
| Spot Billed Duck | Anas peocilorhyncha | هنجهر بدڪ |
| Marbled Teal | Marmaronetta angustirostris | مرمرين بدڪ |
| Mallard | Anas platyrhynchod | نيرگي |
| Brahminy / Ruddy Shelduck | Tandora Ferruginea | للو هنج |
| Black Headed Gull | Larus brunaicephalus | ڪار مٿو بحري ابابيل |

| | | |
|---|---|---|
| Hog Deer/ Parah Deer | Axis porcinus | ڦاڙهو |
| Blue Bull/ Nilgai | Boselaplus Tragocamelus | روجهه |
| Indian wild ass/ Gorkhar / Onagar | Equus hemionus | گورخر |
| Striped Hyaena | | چراخ |
| Indian Desert wolf | Cains lupus pallipus | بگهڙ |
| Indian Desert fox | Vulpes vulpes pusillus | لومڙ |
| Caracal / Red Lynx | Felis caracal | |
| Jungle Cat/ Swamp cat | Felis chaus | جهنگ ٻلو |
| Fishing cat | Prionailurus viverrinus | مڇي خور ٻلي |
| Small Indian Civet | Viverricula indica | مشڪ ٻلو |
| Honey Badger/ Ratel | Mellivora capesis | ڳورپٽ |
| Scaly Anteater/ Pangolin | Manis crassicandata | چلامرون |
| Indus blind dolphin | Platanista minor | انڌي ٻلهڻ |
| Smooth Coated Otter | Lutrogale perspicillata | لُڌڙو |
| Flying fox/ Fulvous Fruit Bat | Rousettus leschenaultia | ميوي خور چمڙو |
| Blue Whale/ Suphur Bottom Whale | Balaenoptera musculus | نيرو ويسر |
| Mouse-like Hamster | Calomyscus hotsoni Hamster | ڪوئو |

سنڌ جا ڪجهه اهم سرٿا ۽ جل ٿل واسي جانور

| انگريزي نالو | سائنسي نالو | سنڌي نالو |
|---|---|---|
| Indian Ocean Green Turtle | Chelonia mydas | سائي ڪمي |
| Pacific Olive Ridley Turtle | Lepidochelys olivacea | زيتوني ڪمي |
| Spotted Pond Turtle | Geoclemys hamiltoni | ڪمي |
| Indian Sawback River Turtle | Kachuge tecta | ڪمي |
| Starred Tortoise | Geochelone elegans | ڪچون |

| | | |
|---|---|---|
| Indian Skimmer / Scissors-Bill | Rynchops albilcullis | پن چير/ ڪينچي چهنب پکي |
| Sarus Crane | Grus antigone | ڪونج/ سارس |
| Imperial Eagle | Aquila heliaca | شاهي عقاب |
| Pallas's Fish Eagle | Haliacctus leucorhyplus | پلاسي عقاب |
| Peregrine Falcon | Falco peregrinus | ڪارو باز/ شاهينگ |
| Saker Falcon | Falco cherrug | شڪرو باز |
| Eurasian Eagle Owl/ Great horned owl | Baboo | عقابي چبرو |
| Lesser Golden-backed woodpecker | Dinopium benghalense | سونهري ڪاٺ ڪٽو |
| Sindhi Pied Woodpecker | Picoides assimilis | سنڌي ڪاٺ ڪٽو |
| Blue Cheeked Bee eater | Merops persicus | وڏو ٽاڪلو، آئيرڻ |
| Common / Punjab Raven Desert Raven | Corvus corax subcorax | صحرائي ڪانءُ |
| Pied Crested/Jacobin Cuckoo | Clamator jacobinus | تاڙو |
| Rosy Starling/ Rosy Paster | Sturnus roseus | گلابي مئنا |
| Jordan's Bebbler | Chrysomma altirostre | ڊومڻي، پنهڙو |
| Sindh jungle Sparrow | Passer pyrrhonotus | جهنگلي جهرڪي |
| Red Avedavat/ Red munia | Amandara Formosa | ڳاڙهو سُرڪ- چتلي |
| Baya Weaver | Ploceus philippinus | ٻوڙي (پکي) |

سنڌ جا ڪجهه اهم ممالیه جانور (ٿڻائتا، چوپيرا، ٻچڙ ڄڻيندڙ ۽ کرنگهيدار جانور)

| انگريزي نالو | سائنسي نالو | سنڌي نالو |
|---|---|---|
| Sindh Ibex / Persian Wild Goat | Capra aegagrus blythi | سَرهُ |
| Afghan Urial / Asian wild sheep | Ovis Vignei Blanfordi | گَڊَ |
| Indian Desert Gazelle/ chinkara | Gazella bennettii | هرڻ |
| Black Buck/ Indian Savana Antlope | Antlope cerricapra | ڪارو هرڻ |

| | | |
|---|---|---|
| Marsh/ Snub-Nosed Crocodile | Crocodylus palustris | واڳون |
| Yellow/ Stripes Monitor lizard | Varanus flavescens | گوهه |
| Fat-tailed/ Leopard Gecko | Eubleparis macularius | هڻ ڪڻ |
| Banded Dwarf Gecko | Tropiocolotes helenac | ننڍي ڪرڙي |
| Sindh Board Tailed | Gecko teratolepis fasciata | ٿلهي پڇ واري ڪرڙي |
| Orange Tailed Sand Skink | Eumeces schnciderі | مڪ چٽي |
| Indian Sand Swimmer | Ophiomorus tridactgylus | مڪي چٽي |
| Indian Sping Tailed Lizard | Uromastix hardwicki | سانڊو |
| Indian Chameleon | Chamaeleo zeylanicus | سانڊو |
| Indian Rock Python | Molurus | ازدها بلا |
| Russelle Sand Boa | Eryx conicus | ٻه منهين بلا |
| Oxus / Black Cobra | Naja oxiana | ڪاريهر |
| Indian Common Krait | Bungarus ceruleus | پيئڻ بلا |
| Russelle's Viper | Vipera russelli | ڏمبر |
| Red Spotted Diadem Snake | Sphalcrosoplis arenarius | ڪوراڙ |
| Glossy Bellied Racer | Coluber ventromaculatus | پربلا |
| Comman Rat Snake/ Dhaman | Ptyas mucosus | ڪوئا مار |
| Sindh River Snake | Enhydris Pakistanicus | درياهي نانگ |
| Beaked Sea Snake | Enhydrina schistosus | سامونڊي نانگ |
| Annulated Sea Snake | Hydrophis cyanocinctus | سامونڊي نانگ |
| Slender Blind Snake | Typlops porrects | انڌو نانگ |
| Tiger Bull Frog | Rana tigrina | ڏيڏر |
| Indus Toad | Bafo andersori | ڏيڏر |

# سنڌ جي اقتصادي تاريخ

انساني ارتقا جي پس پرده محرڪن ۾ معيشت هڪ اهم محرڪ آهي. انسان جي ترقي، سماجي نظام، سماجي تبديلي، معاشي وسيلن جي تبديلي، ڏينهن رات اڳتي وڌڻ واري جنون انسان کي هن منزل تي پهچايو. دنيا جي ٻين ملڪن وانگر سنڌ به سماجي، تمدني ۽ سياسي پهلوئن ۾ پنهنجي مخصوص معاشي حالتن موجب انقلابي اثر قبول ڪندي رهي آهي ۽ اڄ، ورهين/ ايامن جي اٿل پٿل ۽ تبديلين جو نتيجو آهي.

اقتصادي حوالي سان سنڌ شروع کان وٺي هڪ خوشحال ملڪ رهيو آهي، جنهن جي شاهدي اڄ به ڪيترائي حوالا ۽ ماخذ ڏين ٿا، پر سنڌ جي مڪمل اقتصادي ترقي يا ڏانچي تي ڪو مستند مواد نه سهيڙيو ويو آهي ۽ نه ئي ڪا جامع تاريخ موجود آهي. جيتوڻيڪ تاريخ جا ماهر هر سماجي وارتا جو محرڪ معاشي مفاد ئي ڄاڻائين ٿا ۽ سنڌ تي ٿيندڙ مسلسل ڪاهون يا حملا به ان ڳالهه جي گواهي آهن ته سنڌ معاشي حوالي سان هڪ خوشحال ملڪ رهيو آهي. سنڌ جي معيشت جو مضبوط هئڻ ئي اهو واحد مفاد هو، جنهن جي لالچ ۾ طاقتور قومون سنڌ تي حملي آور ٿيون. انهن حملن ۽ ڪاهن عيوض سنڌ جي بقايا تاريخ وانگر سنڌ جي اقتصادي تاريخ به ڇڙوڇڙ واقعن تي مشتمل آهي. جنهن مان ڪجهه نه ڪجهه ان دور جي اقتصادي حالتن جي عڪاسي ٿئي ٿي، جڏهن ته دنيا جي قومن جي تاريخ، تهذيب، رسم رواج، هيئت ۽ سماجي جوڙجڪ، توڙي انهن جي جسماني ۽ دماغي ترقي، اعتقادن، صنعت ۽ حرفت ۽ جاگرافيائي حيثيت متعلق مواد سهيڙجي چڪو آهي. سنڌ ملڪ جي تهذيب ۽ ثقافت 5000 ورهيه ق. م کان به جهوني آهي، جيڪا دنيا جي ٻين تهذيبن ۾ نروار آهي ۽ جنهن جي روشني مغربي ايشيا تائين پکڙيل نظر اچي ٿي. هتي جي رهاڪن جي هنر ۽ واپار جو اثر ٻي دنيا تي هر دور ۾ پوندو رهيو.

اقتصادي حوالي سان سنڌ جي قديم سنڌو سڀيتا، خاص ڪري موهن جي دڙي جي دور تي نظر وجهڻ سان اهڙا ڪيترائي ثبوت ملن ٿا، جيڪي ان وقت جي سنڌ جي اقتصادي حالتن تي روشني وجهن ٿا. ان دور جي اندر جڏهن اڄ جي ترقي يافته خطن تي نظر ڪجي ٿي ته هن وقت جا ترقي يافته خطا يا تهذيبون يا ته هيون ئي ڪونه. جيڪڏهن هيون به ته سنڌ جي ڏيهي تهذيب جي پيٽ ۾ ترقيءَ جي اوسر ۾ ايتريون اڳتي وڌيل ڪو نه هيون. سنڌ وارو خطو ان دور ۾ به هڪ ترقي يافته ملڪ هو. جنهن جو مدار معاشي ترقيءَ تي هو. موهن جي دڙي واري تهذيب مؤرخن مطابق ڪلديا/ ڪلداني، عراق ۽ مصر جي تمدن جي همعصر هئي ۽ 250 ورهيه ق. م تائين جاري رهي. موهن جي دڙي جي دريافت ٿيڻ کان اڳ سنڌ جي قديم تاريخ بابت ڪو به مواد موجود نه هو ۽ هن دڙي جي دريافت ٿيڻ سان سنڌ جي تاريخ جا ڪيترائي بند باب کلي پيا. جن ۾ هڪڙو رخ ان دور جي اقتصادي حالت جو به هو. موهن جي دڙي مان ڪيترين ئي اهڙيون شيون مليون آهن، جيڪي ان دور جي

صنعت، واپار، زراعت وغيره جي موجودگي ۽ ترقيءَ جي گواهي ڏين ٿيون ۽ تاريخ اهڙين ڪيترين شين جي نشاندهي ڪئي آهي، جيڪي ان دؤر ۾ خريد فروخت ٿينديون هيون. جيئن ته موهن جي دڙي مان



ڪاري رنگ جو سلاجيت ۽ ڦاڙهي جا سڱ به مليا آهن. نير ۽ ململ جو واپار وغيره ان ڳالهه جي شاهدي ڏين ٿا ته آڳاٽا سنڌي زراعت ڪانسواءِ صنعت ۽ حرفت ۾ به برک هئا. اهو واپار فنيقيا يا بابلي تهذيبن سان هلندڙ هو جن جون ڏارين ملڪن ۾ تجارتي ڪوٺيون هيون. فنيقيا وارا سنڌين کي ٽين ۽ شيهو به اوزارن ۽ ٿانوَ ٺاهڻ لاءِ پهچائيندا هئا. اهڙي طرح سنڌ جي مٽيءَ جي ٿانوَن جي ساخت به فنيقيا ۽ ڪريٽ وارن سان هڪجهڙائي رکندڙ آهي، تنهن مان هنن ٻنهي قديم تهذيبن سان سنڌو تهذيب جي ماڻهن جي تجارتي تعلقات ۽ ڏيتي ليتيءَ جو پتو لڳائي سگهجي



ٿو. موهن جي دڙي مان عاج جا ڊارا، سليٽ جهڙي شيءِ جا ٽڪر به هٿ آيا آهن. تن مان ظاهر آهي ته ٻارن جي رانديڪن ڪان سواءِ اتي جا ماڻهو شطرنج جهڙي راند ڪيڏندا هئا. سنڌي جهازرانيءَ جي فن ڪان به واقف هئا. خشڪيءَ رستي قافلا عراق جي مارڪيٽن جو ڪچو مال هتي پهچائيندا هئا. سنڌين جا غوراب عربي سمنڊ ذريعي بابل پهچندا هئا.

نامور محقق ڊاڪٽر ڊبليو. هنٽر لکي ٿو ته موهن جي دڙي وارا آڳاٽا سنڌي واپاري اپبيت ۽ سوئيز تائين پهتا هئا. ميمفس جي ديوارن تي پڻ انهن مشرقي قومن جون تصويرون رنگين نمونن سان اُڪريل آهن، جن واپار سانگي اتي بيٺڪون قائم ڪيون هيون. سر ارل اسٽين جوچوڻ آهي ته مغربي ايران، وادي هيلمند، مڪران ۽ سنڌ ۾ هڪجهڙي تهذيب رائج هئي، ڇاڪاڻ ته مٿين ملڪن تائين سنڌ جي واپار جا قافلا ويندا هئا. انهيءَ زماني ۾ تور ۽ ماپ جا اوزار تمام نازڪ ۽ ننڍڙا هئا. اهڙا وٽ موهن جي دڙي مان دستياب ٿيا آهن. ڪي وڏا پٿر مخروطي شڪل جا تور ۾ وٽ طور ڪم آندا ويندا هئا. ننڍا وٽ خاڪي رنگ جي سليٽ جا هئا، جيڪي عراق ۽ الام / عيلم جي وٽن سان مشابهت رکن ٿا. هن وقت تور لاءِ مڻ استعمال ٿئي ٿو جيڪو رگ ويد ۾ مَنَ (Mana) نالي سان استعمال ڪيل آهي. اهو ساڳيو لفظ لاطيني زبان ۾ 'مينا' (Mina) ۽ فنيقي زبان ۾ 'مناه' (Manah) لکيل آهي. هي لفظ بابل ۽ نينوا ڪان موهن جي دڙي ۾ پهتو. (مولائي شيدائي: 'تاريخ تمدن سنڌ'). پر اصل ۾ سنڌ مان ٿين هنڌن تي پهتو. اهي سڀ اچار سنڌي لفظ 'مڻ' جي بدليل صورت آهن.

مؤرخن مطابق تور، ماپ ۽ جوتش جو علم (نجوم)، موهن جي دڙي ۽ بابل وارن وٽ هڪ ئي وقت هلندڙ هو. واپار جي ڪري، جتي سنڌ جو اثر سامي تمدن تي پيو، اتي سامي اثر پڻ سنڌ جي تمدن تي پيو هوندو. سنڌ جي سمنڊ واري ڊيلٽائي پٽيءَ تي ڪيترائي بندر هئا، جتان بيڙا مال ڪٺي ويندا هئا. هن دور ۾ واپار جي حوالي سان سنڌو مهرن جو سمير مان ملڻ پڻ هڪ ثابتي آهي ته نه صرف روانگي بلڪ درآمدي واپار (Import-Export) به ٿيندو هو، جنهنڪري سنڌو تهذيب جي معاشي ترقي ٿي. سنڌو سڀيتا شهري سڀيتا هئي، موهن جو دڙو ۽ هڙپا وڏا شهر هئا. اتي صنعت ۽ واپار هو. البت انهن وڏن شهرن جي چوڌاري ٻهراڙيون هيون، جن جو مکيه مدار زراعت تي هو.

موهن جي دڙي جي قديم دور ڪانپوءِ به اقتصادي حوالي سان اهو وهنوار جاري هو. موهن جي دڙي واري قديم تهذيب مان نئون آريائي دور شروع ٿيو.

آرين متعلق محققن جا ٻه عام رايا آهن. هڪ اهو ته آريا ٻاهران آيا ۽ ٻين مقامي ماڻهن کي 'آريا' سڏيو آهي. آريائي دور ۾ به سنڌ جي مالي حالت جو دارومدار گهڻو ڪري زراعت تي هو. زمين کي هر ڏيئي پوکي ڪرڻ جو رواج هو. اهي ڍڳن سان هر ڪاهيندا هئا ۽ فصل پچڻ ڪان پوءِ ڏاٽي سان لڻندا هئا. آبپاشيءَ لاءِ ننڍيون ڪسيون، ٺين کي پاڻي پهچائينديون هيون. اهي کهڙي پوک ڪندا هئا، تنهن لاءِ تاريخ ۾ جَوَجو ذڪر ملي ٿو. جڏهن ته تاريخ جي زماني ڪان به اڳ هتي ڪٽڪ ۽ ڪپهه جي پوک ته ٿيندي هئي، جنهن کي معيشت ۾ اهميت حاصل هئي ۽ اها هن دور ۾ به ٿيندي هئي.

ويدڪ واري زماني ۾ هتان جي هنرن ڪا نمايان ترقي ڪا نه ڪئي هئي. زرعي ڪم ڪار لاءِ بيل گاڏيون ضروري هيون، تنهن ڪان سواءِ جنگي ڪمن لاءِ رٿن جي ضرورت هئي. واڍن جو قدر هو جيڪي ڦيٿن سان گاڏيون تيار ڪندا هئا. سنڌ جي بيل گاڏين جو نمونو اڄ به ساڳيو آهي، جيڪو موهن جي دڙي واري تهذيب ۾ رائج هو. ان ڪان علاوه ڌاتن مان اوزار ٺاهڻ جو رواج هو. ڌاتن مان ٿانو به جوڙيندا هئا. پتل، ٽامو ۽ لوهه استعمال ڪندا هئا. ڳوٺن ۾ رنگريز ڪپڙا رڱيندا هئا. گهرن ۾ زالون تڏن ۽ ٽوڪرين جوڙڻ ڪان علاوه چرخن تي سُٽ ڪتينديون

هيون ۽ ڪپڙو اُڻنديون هيون. رگ ويد جي زماني ڪانپوءِ ذات پات جو فرق پوڻ ڪري اُچي ذات سڏائيندڙ طبقن هيٺ طبقن جو قدر گهٽائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ زماني ۾ هيٺ ڪان زراعت، مال چارڻ، صنعت جا ڪم ورتا. رگ ويدڪ سماج ۾ هنري لوڪن کي جيڪا آزادي مليل هئي، سا پوئين زماني جي طبقن ختم ڪري ڇڏي. مجموعي طور هن دور ۾ سنڌ جو اقتصادي ڍانچو، گهڻي ڀاڱي زراعت تي دارومدار رکندڙ هو، پر شهر به معيشت ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪندا هئا.

ان ڪانپوءِ واري دور کي 'برهمڻي دور' چئجي ٿو جڏهن آريا سڏائيندڙ قومن سنڌوءَ جي ميدان ڪان نڪري گنگا ۽ جمنا واري ميدان، هماليه جي ترائيءَ، بهار، بنگال ۽ اوڙيسا تائين بيٺڪون قائم ڪري مختلف حڪومتن جو پايو وڌو. انهن ادبيات کي ترقي ڏني. هن دور ۾ مهاڀارت ۽ رامائڻ جا واقعا رونما ٿيا. سپت سنڌو ديس ڪانپوءِ جڏهن هنن لوڪن گنگا ۽ جمنا واري ميدان کي والاريو، جتي ندين جي وسيع پاٽيءَ ڪان سواءِ مينهن به جهجهو پوندو هو، پاٽيءَ جي گهٽائيءَ سبب ٿيندڙ شادابيءَ کي ڏسي ان تي 'برهم ورت' يا 'پارت ورت' نالو رکيائون.

برهمڻ ورت جي زماني ۾ سنڌ نهايت زرخيز ملڪ هو هتي مينهن جام پوندو هو ۽ ڏڪر جو به خطرو رهندو هو. ان زماني جا هَر گهڻا وزندار هئا، 24 ڍڳا هر ڪاهيندا هئا. جَوَن، چانورن، ترن ۽ ڪپه جي پوک هتي عام جام ٿيندي هئي.

هن دور ۾ هنرن وڏي ترقي ڪئي. يجر ويد ۾ هنرن جي فهرست ۽ مختلف ڌنڌن ۽ پيشن جو بيان ڏنل آهي. مثلاً: هن ۾ شڪاري، مهاڻا، ڌنار، ڪڙمي، ڪوري، ڪاسائي، جوهري، سونارا، رنگريز، واڍا، حجام، لوهار، ڌوٻي، ڪنيار، ڀيڙائتا، ملاح، يورپي، ڪانيار، دربان، قاصد ۽ ميراثين جي پيشور پورهيت قبيلن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. سمنڊ تي جهاز راني ڪرڻ بابت ڪو بيان ڪونهي، فقط درياهن تي ٻيڙيون نظر اچن ٿيون. زالون ڪپڙي اُڻڻ، رڱڻ ۽ گهرو هنرن ڪان واقف هيون، غريب ڳوٺاڻا ڳدا ۽ ٽوڪريون جوڙيندا هئا. ڌاتن جي هنر ۾ ڪاريگرن، رگ ويد جي زماني ڪان به وڌيڪ ترقي ڪئي. رگ ويدڪ ۾ سون، چاندي، پتل ۽ شيهي جو ذڪر ملي ٿو پوءِ لوهه جو رواج پيو، جيڪو شايد بابل ڪان گهرائيندا هئا.

تور ۽ ماپ جو رواج اڳ پئجي چڪو هو. سون تورڻ کي ستامنا چوندا هئا ۽ ڪرشنا قسم جو هڪ سڪو واپاري استعمال ڪندا هئا. هن دور ۾ ريشمي ۽ زعفران ۾ رڱيل ڪپڙن جو رواج پيو. يجر ويد ۾ حڪيمن، جراحت جي ڪمن، ۽ اٿر ويد ۾ جڙين ٻوٽين، دوائن ۽ بيمارين، خاص ڪري مليريا، سنڌن جي سور، قبض ۽ پيچش جهڙن مرضن جا نالا ڏنل آهن. برهمڻ دوُر ڪانپوءِ مؤرخ سنڌ جي تاريخ کي جين ۽ ٻڌ ڌرم جي نسبت دورن ۾ ورهائين ٿا. اقتصادي حوالي سان هن دور جو جائزو وٺبو ته جين ۽ ٻڌ ڌرمن جي رائج ٿيڻ ڪري برهمڻن جو صدين ڪان جمايل اقتدار گهڻي ڀاڱي ڪمزور ٿي چڪو هو. راجا خودمختيار هئا. اڳ زمين جي پيداوار جو ڇهون حصو ڍل طور وٺندا هئا ۽ بعد ۾ ڏهون حصو ڪين ملندو هو. غير زميني ۽ لاوارثن جي ملڪيت تي سنڌن حق هو. راجا پنهنجي جاگيردارن جي ماڻهن ڪان بيگر وٺندا هئا. ڳوٺاڻا ڪجهه ايڪڙ زمين، راجائن لاءِ شڪارگاهن طور مخصوص رکندا هئا. هر ڳوٺ جو پٽيل ڍل وصول ڪندو هو. جنگ جي حالتن کي منهن ڏيڻ ۽ ڏڪر کي ٽارڻ لاءِ راجائن وٽ اُن جا گدام هئا. برهمڻ جيڪي زمينون آباد ڪندا هئا، تن کي به زميندارن کي ڍل ڏيڻي پوندي هئي. ڪنهن پير مرد ڳوٺاڻي جي مرڻ ڪان پوءِ سندس ٻنيءَ جي نئين سر ورهاست ڪندا هئا. ڪٽنب جي ڀاتين ڪان علاوه ڌارين کي زمين جو حصو ملي سگهندو هو. هن ڪان اڳ برهمڻن کي ٻليدان ڪرڻ جي موقعن تي جيڪي زمينون خيرات طور ملنديون هيون، سي موروثي شمار ٿينديون هيون، هن دور ۾ اهو قاعدو منسوخ ٿي ويو. زمين جي ماپ ايڪڙن بدران يوجنا سان ڪئي ويندي هئي.

زمينون گهڻيون ڪشاديون هيون. ڪي ڪي ٻنيون هزارين ايڪڙن تائين پکڙيل هيون، جن کي ڪيڙڻ لاءِ زميندار (برهمڻ) پنج پنج سؤ هر استعمال ڪندا هئا. زمين ڪيڙڻ عيوض هارين کي اجورو ڏيڍو پوندو هو. اٽڪل ستن قسمن جا فصل پوکيا ويندا هئا، جن ۾: چانور، تر ۽ جَوَ اهم هئا. ميوا، ڪمند، ڀاڄيون ۽ گل به پوکيا ويندا هئا. ڳوٺن جو پٽيل، ڳوٺاڻن پاران سياسي نمائندگي ڪندو هو. ڳوٺاڻا ۽ شهري، سياسي معاملن ۾ ڪانئس صلاح وٺندا هئا. پٽيل جي نگرانيءَ هيٺ مهمان خانا، تلاءَ ۽ رستا هوندا هئا، زالون مڙني ڪمن ۾ حصو وٺنديون هيون. تاريخدانن مطابق ٻڌ دور ۾ ڪڏهن به ڏڪر ڪونه پيو. سال ۾ ٻه فصل لٿندا هئا. هارپ ۽ واپار وڻشن جي هٿن ۾ هو. برهمڻن جو زور گهٽجڻ لڳو. اڳ گهر ويٺي مزا ماڻيندا هئا، پوءِ مذهبي انقلابن اچڻ ڪري ڪيتي ۽ واپار کي لڳي ويا. ڪتري حڪمران به هارپ جو ڪم ڪرڻ لڳا. گذريل دور ڪان هن دور ۾ هاري گهڻو آزاد هئا. اڳ ڪتري زوريءَ زمين تي قبضو ڪندا هئا، هينئر سنڌن اڳوڻو اوج برهمڻن وانگي گهٽجڻ لڳو. اهي جهنگن کي وڍي نيون زمينون آباد ڪرڻ لڳا. ٻڌ ڌرم واري دور ۾ صنعت ۽ حرفت اڳي ڪان وڌيڪ ترقي ڪئي. مختلف هنر جهڙوڪ: تير ڪمان جوڙڻ، زيور ٺاهڻ، لوهارڪو، واڍڪو، جنديءَ جو ڪم ٿيندو هو. جنگي رٿ ٺاهڻ ۽ ٻين مختلف ڪاريگرين جا قسم ڏنل آهن. اُن ڪان سواءِ جاين جي پٿرن کي گهڙڻ وارا، چمڙي رڱڻ وارا ۽ موچڪو ڌنڌو ڪندڙ به نظر اچن ٿا. هن دور ۾ انهن بهترين ڪاريگريءَ جا نمونا ايجاد ڪيا. ڪاريگرن مٿان هڪڙو مستري نظرداري ڪندو هو هن دوُر ۾ درزڪو ڪم به ٿيندو هو. ان ڪان سواءِ ٻيا ڌنڌوڙي جهڙوڪ: ڪاسائي، شڪاري، ماري، مهاڻا، جوڳي، ميراثي، پنڊ ۽ ناچو وغيره هتي جي قديم قبيلن ۾ شمار ٿيندا هئا. هتان جا ڪوري عمدو باريڪ ڪپڙو اُڻندا هئا. خاص طور هالڪنڊيءَ جون ململون راجا جي مهر لڳائڻ ڪان سواءِ ٻاهر وڃي نه سگهنديون هيون. عاج جون چوڙيون ٺاهيندڙ جوڙيگر ۽ ڪنيار بهترين شيون تيار ڪندا هئا، يعني ته سمنڊ تي واپار جهازن ذريعي ۽ خشڪيءَ رستي قافلن جي اچ وڃ

جاري هئي. گلن جي هارن پائڻ جو بہ رواج هو. ڪاريگرن جو ٺهيل سامان سيٺيون خريد ڪندا هئا ۽ ڪاريگرن کي پيشگي رقم ڏيڻ جو بہ رواج هو. پوري وقت تي مال ڏيڻ لاءِ ڪاريگر ٻڌل هئا. هر هڪ مها سيٺي (لڪاپتي سيٺ) وٽ 500 ننڍا سيٺيون ڪاروبار هلائڻ لاءِ رهندا هئا. ڪاريگرن جي دڪانن تي ماڻهن جو هجوم رهندو هو. لوهار ڪهاڙيون، ڀاڪيون، هر، ڪوڏرون، وڍ ڪُٽ جو سامان تيار ڪندا هئا. شهر ۾ جدا جدا شين جون بازارون هيون. نيروٽين، ڪورين ۽ چوڙيگرن جي بازار لڳندي هئي. ساٽين ۽ مهاڻن جو ڪم مڇي ماري، شهرن ۾ وڪرو ڪرڻ هو. اهي درياهہ ۽ ڍنڍن جي ڪنارن تي ڪاٺين جي جهوپڙين ۾ رهندا هئا ۽ پاڻيءَ جا پکي پڻ پاليندا هئا. ان دؤر ۾ واپارين کي وڻجارا چيو ويندو هو. اهي ساڃيا لفظ اڄ بہ سنڌي ٻوليءَ ۾ رائج آهن. بندرن تي مال پهچڻ شرط واپاري اڇي واڪ ڏيندا هئا. سنڌ جي بندرن، جهڙوڪ: پٽالا، مينانگرا ۽ ٻنيور تي ڪلداني، مصري، فنيقي ۽ عرب واپارين جا جهاز لنگر انداز ٿيندا هئا. اتان ڏيساور مال ڪڻي ويندڙ ڏيهي توڙي پرڏيهي جهاز روانا ٿيندا هئا. ان زماني ۾ مال جي ويمو ڪرائڻ جو بہ رواج هو. جيڪڏهن ڪنهن سوداگر جي مال کي سمنڊ جي سفر دوران نقصان رسندو هو تہ جهاز ران رقم ڀري ڏيندا هئا. الهندي ايشيا جي ملڪن جا واپاري گجرات مان سچا موتي ۽ سنڌ مان مصالحو، خوشبودار شيون، ڪپڙو، نير ۽ ڪاٺ خريد ڪندا هئا، ڇاڪاڻ تہ بابل کي عمارتي ڪاٺ جي سخت ضرورت هئي. اهي جهاز ايراني نار ۽ مڪران جو ڪنارو وٺي سنڌ جي بندرن تي لنگر انداز ٿيندا هئا. قافلن وارا واپاري 'سٿا واها' سڏبا هئا. هرهڪ قافلي سان حفاظت لاءِ جٿا ساڻ هلندا هئا. واپارين جا بہ ڪيترا قسم هئا، جيئن: ڪوتا وڻجار (ڀائيوار)، مها وڻجار (وڏو واپاري)، سيري وڻجار وغيره. قافلا گهڻو ڪري رات جو مسافري ڪندا هئا ۽ تارن جي وسيلي وقت ۽ طرف معلوم ڪيو ويندو هو. بنارس جو مال قافلن ذريعي گنگا (ڀاڳلپور) کان بنگال جي اپسمنڊ تي پهچندو هو. الهندي ۾ ڀڙوچڪا (ڀڙوچ) ۽ راجپوتانا کي لتاڙي، ٻنيور کان اوفير ڏانهن ۽ يمن جي بندرن کان شام ۽ مصر تائين ويندو هو. ميناننگر جي ڪڇهہ ڀڙوچ ڏانهن ويندي هئي ۽ ڀڙوچ کان لاک ٻاهر ويندي هئي. فنيقا جا سوداگر آئونين ٻيٽن کان گندرف ۽ سڪو ميوو آڻيندا هئا. هندي واپاري انهن ٻيٽن کي ياونا چوندا هئا. راجگريءَ جي مال جا قافلا گنڌارا تائين ويندا هئا. اهو رستو وچ ايشيا تائين ويندو هو. جيڪو ٽئڪسيلا کان لنگهندو هو. پنجاب جي ندين ذريعي چين ۽ ڪشمير جو مال سنڌ ۾ پهچندو هو. سنڌ مان گهوڙا ۽ گڏهہ هندستان جي پرڳڻن ڏانهن ويندا هئا. درياهن تي پتڻن کي 'گهاٽڪ' چوندا هئا. سنڌيءَ ۾ اڄ بہ اهو لفظ 'گهاٽ' جي بدليل صورت ۾ مروج آهي. انهن پتڻن ۽ بازارن ۾ گوشت وڪامندو هو. شهرن ۾ شراب ۽ هٿيارن جو وڪرو عام ٿيندو هو. بازارن ۾ شين جي مٽاسٽا شين ذريعي ڪئي ويندي هئي.

هن دور کان پوءِ ايراني دور جي شروعات ٿئي ٿي. ايرانين جي قابض ٿيڻ کانپوءِ سنڌ جي اقتصادي حالت جو جائزو وٺبو تہ سنڌ جون اقتصادي حالتون لڳ ڀڳ ساڳيون هيون، ڇو تہ ايرانين سنڌ تي قبضو ان جي اقتصادي خوشحاليءَ کي ڏسي ڪيو هو.

تاريخ ۾ ڏٺو وڃي تہ دنيا جون تقريباً سموريون تهذيبون درياهن جي ڪنارن تي اُسريون، ڇاڪاڻ تہ ان وقت زراعت اقتصادي ڍانچي جو اهم ذريعو هئي ۽ اُها درياهن سان ئي وابستہ هئي. سنڌ جي تمدن جي تاريخ جو دارومدار بہ سنڌو درياهہ تي رهيو آهي. نيل، فرات، سيحون (سنڌو) ۽ جبحون ندين جا رهاڪو انهن درياهن جي وجود سبب ئي تمدني زندگيءَ جي شروعات ڪري سگهيا هئا، ڇاڪاڻ تہ زندگيءَ جون سموريون ضرورتون مٿين درياهن جي ڪري، ڪلدانين، مصر ۽ سنڌين کي ميسر هيون. مصري ۽ هند سنڌ وارا پنهنجن درياهن کي ديوتا سمجهي سندن پرستش ڪندا هئا. هي درياهہ نہ رڳو زراعت، پر پاڻيءَ جي جهازن ذريعي واپار جي ڏي وٺ لاءِ بہ بهترين ذريعو رهيا هئا. ڪشمير، تبيٽ، چين، افغانستان مشرق ۽ انڊوگنجيٽڪ (سنڌو- گنگا) ميدان وارن شهرن جو مال سنڌو درياهہ رستي سنڌ جي شهرن ۽ بندرن تي پهچندو هو. 700 ق. م ڌاري سنڌ جو واپار ايراني نار رستي عراق سان هلندو هو. مصري، فنيقي ۽ عرب توڙي ايراني سوداگر، سنڌونديءَ جي ڊيلٽا وارن بندرن سان واپار ڪندا هئا. ايران ۽ سنڌ جي سياسي واقعن مان خبر پوي ٿي تہ سائرس 558 ۽ 530 ق. م ۾ بلخ تائين ملڪ فتح ڪيو هو. خاص طور زينو خان جي بيان مان ثابت ٿئي ٿو تہ سائرس اعظم، بابل کي فتح ڪرڻ کانپوءِ هندي وڏي سمنڊ تائين رهندڙ قومن کي زير ڪيو هو. يعني مهراڻ جو سمورو ڊيلٽا سندس قبضي هيٺ اچي ويو. ايرانين واپار جي سهولت لاءِ باقاعدي سِڪا رائج ڪيا هئا. جن جو وزن 130 گرين هو. انهن جي هڪڙي پاسي تي تير ڪمان جي شڪل ۽ ٻئي پاسي شهنشاهہ جي تصوير اُڪريل هئي، جنهن کي 'دريڪ' (Daric) سڏبو هو. انهن سڪن جو سون خالص سنڌي سون هو. ٽنهنڪري ٻين ملڪن جا سوداگر ان کي خوشيءَ سان خريد ڪندا هئا. بلڪ ايلام، ميڊيا ۽ بابل وارا سنڌ مان سون خريد ڪندا هئا. ايڪباتانا، سوسا ۽ بابل جا خزانا سنڌ جي سون سان ڀريل هئا. سنڌ جي مال جا قافلا، ريشمي ڪپڙن، گرم مصالحن، عاج، سون ۽ خوشبودار شين سان ڀريل، مڪي جي تنگ ۽ تاريڪ گهٽين مان لنگهندا هئا. هر هڪ قافلي ۾ ٽي هزار اُٺ، جن مان هر اٺ تي پنج مڻ بوجهو هوندو هو، سي حجاز براهہ، بيت المقدس ۽ مصر ڏانهن ويندا هئا. اها تجارت قريش خاندان جي معرفت هلندي هئي. هي اهو زمانو هو، جڏهن عربن جي جهالت عروج تي هئي. قافلن جي مال مان ٽيل سالياني آمدني چار ڪروڙ روپين جي لڳ ڀڳ ٿيندي هئي، جنهن مان تقريباً ٻہ ڪروڙ روپيا فائدي جي رقم هوندي هئي. سبا جا سوداگر ٻاڙهي سمنڊ رستي مال شام، فنيقيا ۽ مصر تائين پهچائيندا هئا. سبائن وٽ قديم تحرير جو رواج ٿيو. دارا سنڌ لاءِ چوڪنڊا ۽ پنج ڪنڊا سيگلو (Siglio) سڪا تيار ڪرايا هئا، جيئن مغربي ملڪن سان سندس واپار جاري رهي. تاريخ ٻڌائي ٿي تہ اهي سڪا بنارس کان وٺي اوفير (Ophir) تائين رائج هئا. سنڌوءَ رستي

ھيڙن ذريعي جيڪو مال پنيور پھچندو ھو سو ھتان ساموندي غورابن ۾ پربو ھو ۽ واپارين کي گمرگ (ڪسٽم ڊيوٽي) ڏيڻي پوندي ھئي. ڌارين ملڪن جي واپارين جون ھتي ڪوٺيون ھيون. فنيقيا جا واپاري غلامن جو بہ واپارڪندا ھئا. يونان ۾ في غلام جي قيمت ڏھ پائونڊ ھئي. خشڪيءَ رستي سنڌ جا قافلا براھ، مڪران، اصطبخر، اوفير ۽ تدمر تائين ويندا ھئا.

ايراني دور کان پوءِ سنڌ کي سڪندراعظم جي اڳواڻيءَ ۾ يونانين فتح ڪيو ۽ سنڌ، يونانين جي ھٿ ھيٺ اچي وئي. سڪندر وٽ فنيقي ۽ مصري ملاحن جا دستا ھئا. ھن جھلم مان ھيڙيون ٺھرائي، لشڪر سان سنڌو درياھ جو ڪپ وٺي سنڌ تي ڪاھ ڪئي. واڻ تي مالي قوم کان ملتان ۽ اُچ فتح ڪري، يادگار لاءِ ھن اتي ڪي شھر ۽ قلعا تعمير ڪرايا. پٽالا جي راجا موڪريسر (موسيڪانس) کي ھن شڪست ڏني ۽ راجا سامبس ساٽس مقابلو ڪيو ۽ مارجي ويو. پٽالا کان ھن ھاٿين جو دستو، پنھنجي سپھ سالار ڪراٽيرس جي سربراھيءَ ۾، دري مولھ کان مڪران ڏانھن روانو ڪيو ۽ پنھنجي اميرالبحر نيرڪس کي جھازن جي دستي سان، سنڌونديءَ جي ڊيلٽا کان، مڪران جي ڪناري کان، ايراني نار ذريعي عراق ڏانھن روانو ڪيو. سنڌ مٿان پيٿان (Pithon) کي پنھنجو نائب مقرر ڪري، ارابطيس، حب ۽ لسٻيلي جي رستي کان، مڪران جو ڪنارو وٺي بابل پھتا، جتي سڪندراعظم وفات ڪئي. يونانين جي سنڌ تي ڪاھ ڪرڻ وقت ھي ملڪ ننڍين رياستن ۾ ورھايل ھو. وڏن شھرن کي مضبوط قلعا ڏنل ھئا. سنڌ جا ڳوٺ مردم خيز ھئا ۽ ڳوٺاڻا آزاد ھئا. دشمن سان مقابلي ڪرڻ وقت راجائن پاران وڙھندا ھئا. سڪندراعظم سنڌ جي آباديءَ لاءِ ڊيلٽا واري حصي ۾ کوھ کوٽايا ھئا. تن ڏينھن ۾ ڪڇ جو رڻ پاڻيءَ سان ڀريل ھو. ڪي قبيلا چوپائي مال تي گذران ڪندا ھئا ۽ ڪي نديءَ جي ڪپ تي ڪانن جي جھوپڙين ۾ رھندا ھئا، جن مان اڪثريت جو گذران ھيڙين ذريعي مڇيءَ جي شڪار تي ھو. اھي ڪانن مان ٽوڪرا ۽ گاھ مان تڏا جوڙيندا ھئا. سنڌ جي ڪپھ پشم کان بہ نرم ھئي. جنھن مان ڪپڙا اُڻندا ھئا. يونانين جي بيان موجب 326 ق. م ۾ جڏھن ھو سنڌوءَ جي ميدان جي اترئين حصي پنجاب ۾ ھئا تہ آبڪلاڻيءَ جي مند ۾ برسات سانده پوندي ڏٺي ھئائون. سنڌ ۾ پنجاب جيتري برسات ڪا نہ ھئي، البت ھوا ۾ گھم گھڻي ٿيندي ھئي، ڇاڪاڻ تہ جاگرافيائي لحاظ کان سنڌ اڳ ۾ ئي چوماسي ھوائن جي دائري اندر ھئي. ان زماني ۾ راجپوتانہ صحرا ٺھجي چڪو ھو ۽ سنڌ جي ڪاھي پاسي جو ايرندو پاڳو سنڌو درياھ جو رخ ڦرڻ ڪري گھڻي ڀاڱي ويران ٿي چڪو ھو جتي اٽڪل ھڪ ھزار ويران شھر ۽ ڳوٺ ڏٺا ويا ھئا. 'پاليني' پنھنجي تاريخ ۾ سنڌ جي جواھرن ۽ لعلن جا قسم بيان ڪيا آھن. سنڌ جي مصري انتھائي شفاف ھئي. يوناني لکن ٿا تہ اُھا ڇھاڙڻ ۾ انجير ۽ ماکيءَ کان وڌيڪ مٺي ھئي. سنڌ ۾ سالیانا ٻہ فصل ٿيندا ھئا ۽ ھتان جي زمين نھايت زرخيز ھئي. جوئر ۽ چانورن جي پوک اونھاري ۾ ۽ جَوَن جي پوک سياري ۾ ٿيندي ھئي. ان کان سواءِ ڪپھ جي پوک بہ ٿيندي ھئي. يونانين سنڌ جي ڪپھ کي چانديءَ سان تشبيھ ڏني ۽ ھنن ان مان پنھنجين زينن لاءِ گاديلا جوڙايا ھئا.

سڪندراعظم جي ڪاھ جو بنيادي سبب اھو ھو تہ ايشيا جي اڻکٽ دولت تي واپار ذريعي قبضو ڪجي. يورپ ۽ ايشيا جا واپاري ناتا مضبوط رھن ۽ يوناني تھذيب، ھنر ۽ زبان جو مشرق تي اثر رھي. اھڙي ارادي کي عملي جامو پھرائڻ لاءِ ھن پاڻ سان گڏ ھنرمندن ۽ فيلسوفن جي جماعت آندي ھئي، جن سنڌو درياھ جي ڪپن تي نوان شھر تعمير ڪرايا. يوناني لشڪرائ سؤ جھازن وسيلي سنڌ ۾ پھتو ھو. سڪندراعظم، اُچ (اسڪلنده)، پٽالا، پنيور ۽ سون مياڻيءَ جي بندرن تي جھازن جي سھولت لاءِ ڊڪا (Doka) تعمير ڪرايا. ڪيس معلوم ٿيو تہ ايران، چين ۽ ھند جي خشڪيءَ وارن رستن ذريعي انھن کي مغرب سان ڳنڍي سگھجي ٿو. تنھن وقت ۾ سنڌو درياھ خاص طور ھڪ اھم تجارتي وسيلو ھو، جنھن ذريعي دنيا جو مال ايراني نار ۽ ڳاڙھي سمنڊ رستي يونان تائين آساني سان پھچي سگھندو ھو. سڪندراعظم، پٽالا کان مھراڻ جي اوپرواري شاخ ذريعي لڪپت پھتو ھو. ايراني نار تي سندس اڳ ۾ ئي قبضو ھو. سنڌ کان موٽڻ بعد ھن يمن ۽ عربستان تي قبضي ڪرڻ جو ارادو ڪيو پر سندس بابل پھچڻ ڪانپوءِ ڏينھن پورا ٿي ويا.

سڪندراعظم جو خواب ھڪ حد تائين پورو ٿيو. نيل جي ڊيلٽا تي ھن اسڪندريہ جو جيڪو بندر تعمير ڪرايو ھو، تنھن ڪانئس پوءِ بطليموس خاندان جي فرمانروائن جي ڏينھن ۾ اھڙو زور ورتو، جو ايشيا، وچ آفريقا ۽ يورپ جو مال ھتي پھچڻ لڳو. چين، ھند، ماوراءِ النھر ۽ سنڌ جو مال خشڪيءَ رستي تدمير پھچڻ لڳو جتان اڪندرونہ، ايشيا ڪوچڪ ۽ اسڪندريہ ذريعي آسانيءَ سان يونان ۽ مغرب تائين پھچڻ لڳو. عيسوي سن کان ٿورو اڳ، مغربي واپارين يا دکن جي واپارين وسيلي يونانين کي پانڊيا ديس (مدراس، ٽينولي، ملورا) جي سچن موتين جي خبر پئي. سڪندراعظم کي موتين جي قسمن ۽ ساموندي مڇين جي قسمن جي خبر ھئي. يونانين سنڌ جي بندرن جھڙوڪ: پٽالا ۽ پنيور ۾ مصري ۽ فنيقي واپاري ڏٺا ھئا. ممڪن آھي تہ انھن واپارين کين خبرون پھچايون ھجن. بھرحال يونانين کي دکن ۽ اتي جي سياه فام قومن (دراوڙن) ۽ سرانديپ (سيلون) جي بہ خبر پئي. اونيسيڪريٽيوس، سيلون کي ٽاپروبين (Taprobane) لکيو آھي. ھن ھيٺ جي بہ سنڌي واپارين ڪيس خبر ڏني ھئي، ڇاڪاڻ جو ديبل ۽ سيلون جا پاڻ ۾ ڏرمي تعلقات ھئا. 300 ق. م ۾ جڏھن پنجاب ۽ سنڌ تي يونانين جي حڪومت ھئي، ان دوران پتو پوي ٿو تہ سنڌ جو واپار يونوچ سمنڊ وارن ملڪن سان ھلندو ھو. پليني، جنھن جو ڪتاب سن 75ع ۾ شايع ٿيو ھڪڙي لغت نويس جي حيثيت ۾ لکي ٿو: اسين چئي سگھون ٿا تہ يوناني جھازران، ھتي وڏي سمنڊ تي جھازراني ڪندا ھئا. بطليموس فرمانروائن ڳاڙھي سمنڊ تي برٽائيس بندر تعمير ڪرايو، جتي يمن جي عربن جا جھاز سنڌ ۽ ھند جو مال پھچائڻ لڳا.

استرابو جو 25 ق. م ڌاري مصر ۾ موجود هو. سندس ڏينهن ۾ سنڌ جو واپار سڌو سنئون مصر سان هلندو هو. ساليانو 120 جهاز، ڳاڙهي سمنڊ جي ميوز (Myos) ۽ هرموز (Harmos) بندر کان مڪران جي ڪناري ۽ مهراڻ جي ڊيلٽا ڏانهن ويندا هئا. عيسوي پهرين صدي جي وچ ڌاري هپالوس (Hippolus) پهريون يوناني جهاز ران هو، جنهن چوماسي جي هوائن کي معلوم ڪرڻ کان پوءِ، باب المندب جي ڳچي سمنڊ کان سڌو ملبار تائين سفر ڪيو هو. پليني قافلن ذريعي روم (Rome) ڏانهن ويندڙ مال جي قيمت ويهه لک پائونڊ ساليانو ڏيکاري ٿو.

واپار جي ترقيءَ لاءِ سڪندراعظم، ايرانين وانگر سڪا رائج ڪيا هئا، جيڪي بلخ، بخارا ۽ راولپنڊيءَ جي ماهرن کان هٿ سان تيار ڪرايا ويندا هئا. انهن سڪن جو گهڻو تعداد برلن ۽ لنڊن جي عجائب گهرن ۾ رکيل آهي. ڪي ٽڪنڊا، ڪي چوڪنڊا ۽ اڪثر گول آهن. برهمڻ آباد مان جيڪو شيشي جو مال هٿ لڳو، سو مصري سوداگر واپس سنڌ ڪٺي آيا.

ارٿ شاستر ۽ يونانين موجب موريا خاندان وارن جي رعايا ڪاروباري حوالي سان مختلف طبقن ۾ ورهايل هئي. ڪنهن کي اجازت ڪا نه هئي جو پنهنجو ڌنڌو ڇڏي ڪو ٻيو ڪاروبار ڪري، نه وري اهي هڪٻئي مان شاديون ڪري سگهندا هئا. برهمڻن کي هر ڪنهن ڌنڌي اختيار ڪرڻ لاءِ اجازت هئي. ڪي اهڙيون قومون هيون، جيڪي پنهنجي موروثي ڌنڌن تي سختيءَ سان پابند هيون. جهڙوڪ: گراما پرتياڪا، جيڪي ڳوٺن ۾ مزدوري ڪندا هئا، ڪنير، حجم، لوهر ۽ واڍا پنهنجي ڪرت تي پابند هئا. شهري مختلف هنرن ۽ مزوري ڪرڻ ڪانسواءِ واپار ۽ سرڪاري ڪاتن ۾ ملازم هئا. هنرمند جهڙوڪ: ٺاٺارا، سونارا ۽ ڪوري وغيره هئا. انهن ڪانسواءِ شهرن ۾ ٻيا به ڌنڌا هئا، جهڙوڪ: طبيب، اداڪار، راڳي، ناچو، قصه خوان وغيره. واپار جي شين جي قيمت، وڪري ۽ گشتي واپارين کان محصول اُڳاڙڻ لاءِ سرڪاري عملدار مقرر هئا. وڏن سيٺين کي واپار ڪرڻ لاءِ سرڪاري سندون مليل هيون. ڪارخانن ۽ جيل خانن ۾ ٺيڪن تي مقرر انداز ۾ ڪم ورتو ويندو هو. بيواهه عورتن ۽ مفلسن لاءِ ڪپڙي اُڻڻ جي ڪارخانن ۾ مزوري ڪرڻ جو انتظام هو. ٺيڪن جي ڪمن جي سر انجاميءَ لاءِ عارضي طور مختلف طبقن جي پيشه ورن کي گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ اجازت مليل هئي.

موريا خاندان ٽوڙي راءِ ۽ برهمڻ گهراڻن يا باختري يونانين جي ڏينهن ۾ واپار وڌي ترقي ڪئي. سون ۽ چاندي جي ٿانون ۽ جواهرن جو سڄي هندستان ۾ واپار هلندو هو. سچا موتي ڪار منڊل ۽ سيلون کان اچڻ لڳا. خوشبودرا مصالحا ۽ ريشم چين کان ڪشمير رستي ۽ سوٽي ململيون ۽ خوشبودار شيون سنڌ جي بندرن کان ٻاهر وينديون هيون. بلخ جي يوناني حڪومت ڪري وچ ايشيا جو مال ۽ بحيره خزر پار ملڪن جو مال، جهڙوڪ: وولگا جو چمڙو ۽ قالين وغيره به سنڌ ۾ پهچڻ لڳا. يوناني باختري حڪومت ننڍا وڏا سڪا ايجاد ڪيا هئا. ايراني نار جي بندرن اُبله، سيراف، قيس، تيز ۽ سوهر جي بندرن سان ديبل ۽ پنيور جا بندر ڳنڍيل هئا، تنهنڪري سنڌ گهوڙن جي واپار سبب ننڍي کنڊ ۾ مشهور هئي. چين جا جهاز سنڌ جي بندرن تي لنگر انداز ٿيندا هئا. جيئن اڄڪلهه يورپ جي مال تي مشرقي لوڪ خزانا خرچ ٿين ٿا، تيئن يورپ وارا عيش جو سامان مشرق کان گهرائيندا هئا. سنڌي قوم جو سمنڊ تي واپار هلندڙ هو. اونهاري ۾ چانورن جي پوک ڪندا هئا ۽ سياري جي شروع ۾ جڏهن اتر جون هوائون لڳنديون هيون ۽ سمنڊ ماٺيڻو ٿي ويندو هو، تڏهن سڙهه سانباهي سفر ڪندا هئا. عرب، سنڌي جهازن کي 'بارجه' ۽ 'دوينج' يعني دنگي چوندا هئا. اهي ڪاٺ جا بنڊ هئا، جن کي ناريل جي رسن سان ٻڌندا هئا.

يونانين کان پوءِ ڪجهه حاڪمن جي دورن کي تاريخدان وچين دور ۾ ورهائين ٿا، جن ۾ موريا خاندان، يوناني باختري حڪومت، پارٿي، يوچي، گپتا خاندان، ستين، هرش جي حڪومت ۽ راجپوتن جا راڄ، ساساني دور، راءِ خاندان ۽ برهمڻ گهراڻو قابل ذڪر آهن. هنن دورن ۾ سنڌ جو اقتصادي ڍانچو گهڻ رخو نظر اچي ٿو.

ان کانپوءِ جديد برهمڻ دور شروع ٿئي ٿو. تاريخي حيثيت سان هن دور جي حالتن کي جانچڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته ان ۾ ٻڌمت هڪ هزار ورهيه حڪومت ڪرڻ کان پوءِ تيزيءَ سان زوال طرف وڌي رهيو هو. هي زمانو تاريخن ۾ نهايت اونداهيءَ ۾ پيل آهي، پر اهڙا ڪجهه آثار موجود آهن، جن مان ان وقت جي اقتصادي حالتن جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

سنڌ جون ڊٺل عمارتون، قلعا، جيڪي جديد برهمڻ دور ۾ تعمير ٿيا، اهي پڪين سرن سان ٺهيل آهن. ٻتن جون تصويرون، جيڪي ٺپن ذريعي ٺڪر جي تختين تي نڪتل آهن يا ٺڪر جا ٿانو، جيڪي بلوچستان مان هٿ آيا آهن. اهي ايشيا يا يورپ جي عمارتن ۽ ٿانون کان هرگز گهٽ ناهن. ڊٺل عمارتن/ آثار قديمه ۽ بعد جي تصنيفن ۽ ڪوجنائن تي جيڪڏهن غور سان نظر وجهنداسون ته اُن زماني جا قلعا ۽ عمارتون يورپ جي وچئين زماني جي گاٿڪ عمارتن کان گهٽ ڪونه هئا. هن قسم جي صنعت ۽ حرفت مان اُن زماني جي سنڌ جي آسودگي، دولت ۽ رهاڪن جي پُر تڪلف زندگي ۽ مزاج جو پتو پوي ٿو ته سنڌي، زراعت، نقشڪاري، برتن سازي، زيور سازي، ڪپڙي سازي، شيشه سازي، اسلح سازي ۽ واپار ۾ ڪافي مهارت رکندا هئا. اُن زماني جو هاري مُفلس ڪو نه هو. ڇاڪاڻ ته راجا زمين جي اُپت مان فقط ڇهون حصو ڪٽندا هئا.

سنڌ اقتصادي حوالي سان خوشحال خطو هئي. هتي هر قسم جون خوشبودار شيون جهڙوڪ: عنبر، لونگ، سنبل، خولنجان، دارچيني، ناريل، چندن، ڪارا مرچ، جواهرات، ياقوت، الماس، جانورن ۽ پکين ۾ گينڊا، هاٿي، مور، طوطا، دوائن ۾ هريڙ، توتيو ۽ بيد، ميون ۾ ناريل، انب، ليما، نارنگيون، رنگن ۾ ڪرمچي، نير ۽ فصلن ۾ ڪپهه ۽ چانور وغيره اهڙيون شيون هيون، جن جي ٻي دنيا کي سخت ضرورت هئي ۽

سنڌ جي اقتصادي تاريخ

اهي ئي سنڌ جي شاهوڪار واپار جو سبب هيون. جو اهي وڏون ٻاهر تائين وڪرو ٿينديون هيون. خاص طور سنڌ جي ململ جو نالو دنيا جي قديم تاريخن ۾ به ملي ٿو. سنڌ جي رهاڪن کي منوءَ جي قانون، هيٺ ذاتين ۾ ورهائي صنعت ۽ واپار لاءِ مجبور ڪيو ويو هو. وئش ڪاروبار جي ڌنڌن ۾ رڌل هئا ۽ شودر هارپو ڪندا هئا.

برهمڻ آباد جي کوٽائيءَ مان چاندي ۽ پتل جي مليل سکن تي سنسڪرت ۽ ديوناگري لپيءَ ۾ اکر لکيل مليا آهن. مٽي ۽ چينيءَ جا ٿانوَ شيشي جون پڳل شيون. شطرنج جو سامان ڳوٽن سميت پڻ لڌو ويو آهي. ان کان علاوه قندابيل (گنڊاوا)، ٻڌ (ڪڇي) جو تختگاهه، جيڪو ملتان کان ڏهن ميلن جي فاصلي تي هو. اتان گهوڙا مڪران جي بندرن کان ٻاهرين ملڪن ڏانهن اماڻيا ويندا هئا. منڇر ڍنڍ وٽ مشهور قلعو هو، جتان ناريل ۽ چانور ٻاهر ويندا هئا. هتان جا ٻن ٿوهن وارا اٺ قيمتي ۽ مشهور هئا. روانگرا (روهڙي) قديم سنڌ جي قافلہ سراءِ هئي، جتي هندستان جا قافلا منزلون ڪري مال نيڪال ڪندا هئا. ڀنڀور ۽ گهاري وٽان سنڌوءَ جي ڪپ تي مشهور بندرگاهه هو. هتان ڪپهه ۽ نير سمنڊ رستي ٻاهر واپار سانگي اماڻيو ويندو هو. ديبل وٽ ڪجين ۽ ناريلن جا باغ هئا. اتي هڪ نهايت مردم خيز مندر هو، هتي جون فولادي ترارون، گينڊي جون ڍالون ۽ شالون مشهور هيون. جيڪي ايران ۾ 'شال ديبلي' سڏبيون هيون. ايراني نار جي بندرن سيراف، تينز، قيس، آبلہ کي ويجهي هئڻ ڪري واپار جو مرڪز هو.

سنڌي، جهازراني به ڪندا هئا ۽ سنڌونديءَ تي پتڻ پڻ هئا. ڪشمير جو مال، جنهن ۾ چين جو ريشم هو، ٻيڙين ذريعي سنڌ جي بندرن تي پهچندو هو. گرم مصالحو به سمنڊ رستي ملبار ۽ سرانديپ کان هن ملڪ ۾ پهچندو هو. سنڌ جو واپار ايراني نار جي بندرن ۾ مسقط سان هلندو هو. ڪٽو بيد، بانس ۽ باريڪ ململون وڪرو ٿينديون هيون.

هن دور ڪانپوءِ سنڌ جي تاريخ ۾ عرب دور اچي ٿو. عربن جڏهن سنڌ تي ڪاهه ڪئي ته ان وقت اقتصادي حوالي سان سنڌي خوشحال قوم هئي. عربَ خود واپاري قوم هئا. خشڪيءَ تي سندن قافلا يمن ۽ شام، ٻئي طرف عراق ۽ مصر تائين ويندا هئا. سندن جهاز سمنڊن رستي مختلف ملڪن سان واپار ڪندا هئا. سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ وقت، عربن جو عربي سمنڊ، ڳاڙهي سمنڊ، پونوج سمنڊ ۽ ايراني نار تي قبضو هو. يورپ، ايشيا ۽ آفريڪا کنڊ جو واپار سندن معرفت هلندو هو. افغانستان، ايران، خراسان، زابلستان، هند ۽ سنڌ جا پروارا ملڪ سندن قبضي هيٺ هئا، جتي هندستان جو مال قافلن جي ذريعي نيڪال ٿيندو هو ۽ اتان جا سمورا رستا به سندن قبضي هيٺ هئا. سنڌ جون جملي پيداواري جنسون ان زماني ۾ نهايت قيمتي هيون. 'قسط هندي' جيڪا ڪشمير کان چمڙي جي دهن ۾ بند ٿي مهراڻ ذريعي چاليهن ڏينهن اندر منصوره پهچندي هئي. مشڪ، جيڪا تبت کان درياهه رستي ديبل پهچندي هئي، سا خوشبوءَ جي لحاظ کان ان وقت دنيا ۾ چوٿين نمبر تي هئي. عود هندي، مندرن ۾ خوشبو لاءِ ٻاريو ويندو هو. قيمتي شيءِ هئي، في من جي قيمت ٻه سئو دينار هئي. ڪاموپ، آسام کان سنڌ ايندو هو ۽ عرب واپاري سنڌ تي قبضي ڪرڻ کانپوءِ به برهمڻن کان خريد ڪندا هئا. بيد ۽ بانس جا وڻ جيڪي مشرقي ايشيا ۾ ٿيندا هئا، پر سنڌ جي آب هوا به انهن وڻن لاءِ بهتر ۽ فائديمند هئي. هي ٻئي وڻ سٺ فوٽن تائين ڊگها ٿيندا هئا. انهن جي گهاٽن ٻيلن ۾ هاٿي ۽ گينڊا رهندا هئا. سنڌ جون ململيون به مشهور هيون. ٿاڻي (بمبئي) جون ڇيٽون سنڌ جي بندر ديبل کان ٻاهر وينديون هيون. بسد، زهرجوهڪ قسم هو، جيڪو عربن جي ڏينهن ۾ سنڌ کان ٻاهر وڃڻ لڳو. الائچيون، لونگ ۽ ڪارا مرچ، سرانديپ ۽ ملبار کان ديبل پهچندا هئا. جو ايراني نار جي منهن ۾ ڀريون بندر هو، هتان اهي شيون ٻاهر وينديون هيون. لوبان، ناريل، ڪيلا، انب، توت ۽ ليما سنڌ جي خطي ۾ جهجهي تعداد ۾ ٿيندا هئا. سنڌ مان ناريل ديبل کان ٻاهر ويندو هو، جنهن مان شراب به ٺاهيو ويندو هو. منصوره جا انب ۽ ليما مشهور هئا. نير، ڪمند، چانور، لاک، ڪنئر ۽ ٻيو سامان به سنڌ کان ٻاهر ويندو هو. سنڌ جون مينهون ۽ ڪڪڙ عراق ۽ شام تائين پهچايا ويندا هئا. سنڌ جا مور به مشهور هئا. ٺٽو، ديبل، منصوره، خضدار، الور، ملتان، قنوج، قندابيل واپار جا مرڪزي شهر هئا. اتي چمڙو، گهوڙا، ڪجور، سيمور، اطلس، درآمدي شيون هيون.

اتي جي برآمد يا درآمد جي شين تي في اُٺ تي 12 درهم محصول ڀرڻو پوندو هو. هندستان جي مال تي في اُٺ لاءِ اڻاويهه درهم محصول هو. رڱيل چمڙي تي هڪ درهم محصول هو. جڏهن ته مڪران جا رستا پيچدا ۽ ڏکيا هئا، اتي في اُٺ لاءِ 150 درهم محصول هو. عربن جي قبضي کان اڳ سنڌ ۾ پنجن قسمن جا سڪا رائج هئا، عربن فتح کان پوءِ پنهنجو سڪو رائج ڪيو. سنڌي عربي دينارن جو سون بلڪل خالص هو. جن جو واپار عرب واپاري بنگال جي اپسمنڊ جي شهرن تائين ٿيندو هو. تن ڏينهن ۾ في سنڌي دينار جي قيمت هندستان جي ٽن اشرفين جيتري هئي. ان وقت زراعت سنڌ جي اقتصادي ڍانچي جو اهم حصو هئي، عربن سنڌ جا چانور عراق پهچايا ۽ بابل ۽ مشرقي عربستان ۾ سندن معرفت چانورن جي پوک ٿيڻ لڳي. سنڌ ۾ ڪمند جام ٿيندو هو عربن، ايراني نار، شام، مصر ۽ اردن تائين ڪمند جي پوک وڌائي.

ان کان سواءِ سنڌ جي اٽ کي هنن اندلس تائين پهچايو. اٽ سندن نظر ۾ هڪ نئين ايجاد هو. ميندي عربن ذريعي سنڌ ۾ پهتي. عربن جي اچڻ ڪري نير جو اگهه وڌي ويو. عرب سوداگر سنڌ جو نير شام تائين پهچائيندا هئا. جتان وينس جا جهازران يورپ جي ملڪن ۾ نيڪال ڪندا هئا. سنڌ جي ڪپهه عراق ۾ پوکجڻ لڳي. سنڌ ۾ ماکي جام ٿيندي هئي، جيڪا پڻ ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪلي ويندي هئي. سنڌ ۾ ڪجي به جام ٿيندي هئي، جنهن مان کنڊ ۽ حلوو ٺاهيو ويندو هو عباسي دور ۾ مڪران، اسلامي سلطنت جي اڌ حصي کي ڳڙ ۽ ڳاڙهي کنڊ پهچائيندو هو. عربن زراعت جي سمورين شاخن کي سنڌ ۾ ترقي ڏني. خاص ڪري هنن باغن کي اڳي کان وڌيڪ رونق وٺرائي.

جيڪي بہ سياح هن ملڪ ۾ آيا، تن منصوره جي باغن، ليمن، نارنگين، انبن ۽ پاڇين جي سستائيءَ جو ذڪر ڪيو آهي، اعليٰ طبقي وارن پنهنجي مزاج موجب قسمين قسمين گل ۽ ٻوٽا باغن ۾ هٿايا. هتان جا زراعت جي فن متعلق جيڪي بہ ڪتاب هئا، تن مان هنن پورو فائدو وٺي تجربا ڪيا. زمين کي پاڻ ڏيڻ، آبپاشيءَ جي ذريعي ويران زمينن کي تيار ڪرڻ، ان دؤر جا اهم ڪم هئا. عربن، مختلف موسمن ۾ ٻجن پوکڻ متعلق جنتريون تيار ڪيون هيون. غير ملڪي پاڇين پوکڻ جو رواج سنڌ ۾ پيو. ميون کي خوش رنگ ڪرڻ ۽ پچائي ذائقيدار ڪرڻ لاءِ هنن خاص ڌيان ڏنو. مختلف طريقن سان وڻن کي پيوند ڪري طرحين طرحين جا لذيذ ميوا پيدا ڪيا ويا. سفيد ۽ زرد رنگ جا گلاب پهرين عربن جي دور ۾ پوکيا ويا. سنڌ ۾ ڊاک ٿيندي هئي. باقي انگور ڪانا (قزدار) ۾ ٿيندا هئا. بادام جي وڻ ۾ گلاب کي پيوند ڪري خوبصورت چڱا پيدا ڪرڻ عربن جي قابليت جو نتيجو هو. نيلوفر جا گل بہ عربن خراسان کان آندا هئا. عربن جي دورِ حڪومت ۾ انهن جو تختگاهہ منصوره ميوَن جي سستائيءَ ڪري اسلامي دنيا ۾ مشهور هو. ڪُڪڙن جو اصل وطن سنڌ هو عربن ڪڪڙن جي نسلي واڌاري لاءِ هن ملڪ ۾ مرڪز قائم ڪيا. منصوره جي نارنگين جي عربن جي معرفت يورپ ۾ پوکي ٿيڻ لڳي. تنهن کان گهڻو پوءِ هندستان جي نارنگين جو ٻج پورچوگيزن يورپ تائين پهچايو. فتوحات سان گڏ ليما عراق پهتا، پوءِ مصر جي شهر ۾ بہ ليمن جي پوک ٿيڻ لڳي. گدامڙيءَ جو وڻ سنڌ کان ڏکڻ عربستان، سوڊان ۽ بصري ۾ پهتو. عرب گدامڙيءَ کي 'سنڌي کجور' چوندا هئا. خوشبودار زيتون ۽ رسدار زيتون بہ سنڌ ۾ خراسان کان پهتا. انهن مصري خسخس جو سنڌ ۾ رواج وڌو، جنهن ڪري هن ملڪ ۾ آفيم جي پوک ۾ اضافو ٿيو. سنڌ مان سنڍ (زنجيل) ۽ پان جي پوک عربن ذريعي عمان ۾ ٿيڻ لڳي. خوزستان، فارس، خراسان ۽ ڪرمان جا قافلا سنڌ ۾ اچڻ لڳا، جنهن ڪري سنڌ جي واپار اڳي کان وڌيڪ ترقي ڪئي. خاص طور تي خلافت عباسيہ جي دور ۾ آرمينيا، آفريقا، مصر، چين ۽ جپان جون شيون سنڌ جي شهرن ۾ وڪامڻ لڳيون، جن شين کان اڳ سنڌي بي خبر هئا. شيشي جا ٿانو جن تي ميناڪاريءَ جو ڪم ڪيل هو مثلاً: جام بلوري ۽ قنديلون وغيره، اهي سنڌ پهتا. سنڌ جا عرب سوداگر گيندن جا سگ چين ۾ وڪرو ڪندا هئا، جن تي چيني تصويرون ڪڍندا هئا ۽ انهن مان صندوقون بہ جوڙيندا هئا. في صندوق جي قيمت ٽي هزار اشرفيون هئي. سنڌ جي مشڪ مراڪش ۾ وڏي قيمت تي وڪامڻ لڳي. الخوارزميءَ، ڪاري لوڻ جي وڪري جو بہ بيان ڏنو آهي، جيڪو سنڌ کان ٻاهر ويندو هو عرب، مصر جي زمرد پٿر جي مُنڊين، مرجان ۽ هڪڙي قسم جي پٿر دهنج جو سنڌ ۾ واپار ڪندا هئا. مصر جو شراب، ايشيا ڪوچڪ جا ريشمي ڪپڙا، سمور، پوستينون ۽ ترارون، شيراز ۽ اصفهان جي گلاب جو عطر ۽ بيدمشڪ جو عرق، سنڌ جي شهرن ۾ وڪامڻ لڳو. چمڙي سازيءَ جي هنر سنڌ ۾ ايتري ترقي ڪئي، جو منصوره ۽ ڪنيات جا پيڪيدار جوتا، بغداد ۽ مغرب الاقصيٰ ۾ فقط شهزادا ۽ امير طبقو خريد ڪري سگهندو هو بيلمانيہ (گجرات) جون ترارون، ديبل جون شالون ۽ ترارون، ايران ۽ عراق ۾ وڪامڻ لڳيون. عربن ڪرمان جي دسندان ڪاٺين مان لوهہ، ٽامو ۽ سون ڪوٽي فولاد مان اوزار ۽ سون مان زيور توڙي ٻيون شيون تيار ڪرڻ شروع ڪيون. معدني شين جوڙڻ ۾ سنڌ ترقي ڪئي.

ڪپڙي سازيءَ جي هنر کان سنڌي گهڻو اڳي واقف هئا. مثلاً: سوٽي باريڪ ململون، شالون، ريشمي ڪپڙا ۽ رنگين ڇيٽون ٺاهڻ جا ننڍا ڪارخانا/ آڏاڻا هتي عام جام هئا. ليڪن عباسي دور ۾ سنڌ ملڪ جي هر هڪ صوبي ڪپڙي سازيءَ جي صنعت ۾ اڳ کان وڌيڪ ترقي ڪئي ۽ ريشمي ڪپڙن جي صنعت زور ورتو مثلاً: اوني فرش ۽ غاليچا استعمال ٿيڻ لڳا. لونگين جي وڪري ۾ واڌارو آيو هن دور ۾ سنڌ ملڪ ۾ آيل ڊارين اقتصادي خوشحاليءَ سبب هتان خوب جاوا ڪيا.

هن دؤر ڪانپوءِ 'غزنوي، غوري، خلجي، تغلق ۽ سومرا سلاطين' دور ۾ سنڌ جي اقتصادي حالتن جو جائزو هيٺ پيش ڪجي ٿو:

مٿئين عرصي ۾ مغلن ڪيترائي ڀيرا پنجاب ۽ سنڌ تي ڪاهون ڪيون، مگر دهليءَ جي سلطانن جي فوجي قوت وڌيڪ مضبوط هئي، تنهنڪري سنڌ بيروني ڪاهن کان محفوظ رهي.

ساڳئي دؤر ۾ سنڌ جا زميندار راڻا هئا، جن کان ڳوٺ جو رئيس سرڪاري ڍل اڳاڙيندو هو. رئيسن کي وڏا پگهار ملندا هئا، جيئن رشوت وٺڻ کان پرهيز ڪن ۽ سنڌن گذران آسودگيءَ سان ٿئي. اهي رئيس گهڻو ڪري هندو هئا. علاؤ الدين خلجي سنڌن رعايتون ختم ڪري ڇڏيون. جيڪي غياث الدين تغلق ٻيهر بحال ڪيون هيون. انهن رئيسن کي محاصل يا سرف بہ سڏيندا هئا، جن محمد تغلق جي ڏينهن ۾ زور ورتو هو. سنڌن ماتحت گماشتا رهندا هئا. گماشتن جي ماتحت سرهنگ (چپراسي) رهندا هئا، سرڪاري ڪاغذ پٽ سرهنگ پهچائيندا هئا. حڪومت پاران امين مقرر هوندو هو، جنهن کي مشرف چوندا هئا، هو فصلن جي جاچ پڙتال ڪندو هو ۽ ڍلون جنس يا نقدي صورت ۾ مقرر ڪندو هو. سرڪاري ڪلارڪن کي 'ڪارڪن' چوندا هئا. جاگيردار گهڻو ڪري هندو هئا. تجارتي مال تي چوٿون حصو ڍل هئي. محمد تغلق پوين ڏينهن ۾ درآمد تي وڌيڪ محصول لڳايو هو. هن دور ۾ شين جا اگهہ سرڪاري طور محتسب مقرر ڪندو هو، جيئن واپاري، رعايا سان ٺڳي ڪري نہ سگهن. شهرن ۾ هر ننڍي کان وڏي شيءِ جي قيمت مقرر هئي.خريدارن کي حڪم هو تہ ضرورت آهر شيون خريد ڪن. ذخيره اندوزيءَ جي سخت منع ٿيل هئي. انهن انتظامن جي ڪري ملڪ ۾ آسودگيءَ جو دؤر هو وڏن شهرن ۾ سرڪاري دڪان 'سراءِ عادل' جي نالي سان ڪليل هئا، جتان ضروري شيون مقرر اگهن تي عوام آسانيءَ سان خريد ڪري سگهندو هو واپارين کي سرڪار پئسا ڏيندي هئي تہ جيئن هو هر قسم جون ديسي خواه ڌارين ملڪن جون شيون مهيا ڪري سگهن. شهرين کي شهر جي رئيس وٽان شين خريد ڪرڻ لاءِ راشن ڪارڊ ملندا هئا.

واپار مغلن جي ڪاھ ڪري روڪيل ھو. ان دوران وچ ايشيا سان غلامن، ھٿيارن ۽ گھوڙن جو واپار ھلندو ھو. عرب، ايراني دکن ۽ ڪارو منڊل سان واپار ڪندا ھئا. ان ڪان سواءِ دھليءَ جي سلاطين جا اسلامي دنيا سان دوستاڻا تعلقات ھئا. تجارتي مال تي چوٿون حصو ڍل اُگاڙبي ھئي. ابن بطوطہ سنڌ جي لاھري بندر تي يمن، ملبار ۽ ايران جا جھاز ۽ واپار جون ڪوٺيون ڏٺيون ھيون. مصر، شام ۽ عراق جا واپاري ھن ملڪ ۾ رھندا ھئا. فاطمين جي ڏينھن ۾ سوسا (تيونس) جو سوسي ڪپڙو پھريون دفعو سنڌ ۾ پھتو ھو. سون ۽ چانديءَ جي برآمد تي بندش پيل ھئي. ڌارين ملڪن جو سِڪو سنڌ ۽ ھند ۾ گھڻ قيمت رکندو ھو. واپار جي ترقيءَ لاءِ رستن جي سلامتي ضروري ھئي. انھيءَ ڏس ۾ سلطانن دھليءَ جوڳو انتظام ڪيو ھو.

ان ڪان پوءِ سمن، ارغونن ۽ ترخانن جو دور اچي ٿو. سمن حاڪمن ڏاڍي سياڻپ سان ۽ سھڻي نموني حڪومت ھلائي ۽ مجموعي طور سندن حڪومت نھايت ڪامياب حڪومت ھئي. ھنن ڪيتيءَ، ڪارخانن ۽ واپار کي ھٿي وٺرائي، ملڪ کي ڪافي ترقي ڏياري، ڪيترائي نوان شھر بڏائون ۽ سندن راڄ ۾ ملڪ ايترو تہ سکيو ۽ آسودو ٿي چڪو ھو. جو انھيءَ دور کي سنڌ جي ڏيھي حاڪمن جي حڪومتي تاريخ ۾ 'سونھري دؤر' سڏيو ويندو آھي.

1521ع ۾ شاھ بيگ ارغون، سمن کي شڪست ڏني، پنھنجي حڪومت قائم ڪئي. شاھ بيگ ارغون کانپوءِ سندس پٽ مرزا شاھ حسن ارغون سنڌ تي حڪومت ڪئي. ھنن جو راڄ بہ گھڻو وقت جاري نہ رھي سگھيو ۽ 1554ع ۾ ترخانن سنڌ جون واڳون سنڀاليون. انھيءَ کان ھڪ سال پوءِ، پورچوگيزن ھڪ فوجي دستي جي اڳواڻيءَ ھيٺ ٺٽي تي حملو ڪيو ۽ پر لکن پائونڊن کان بہ وڌيڪ لاڳت جي ملڪيتن کي باھيون ڏئي تباھ ڪري ڇڏيو. پورچوگيز پاڻ سان ايترو تہ مال غنيمت ڪٽي ويا، جيڪو ايشيا ۾ شايد ئي ڪنھن قوم کي ايترو مال غنيمت ھٿ آيو ھجي.

سنڌ جيئن تہ ھميشہ ھڪ زرعي خطو پئي رھي آھي. انھيءَ ڪري سمن، ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۾ بہ سنڌ جي معاشي حالت جو دارومدار زراعت تي ھو. ھن دور ۾ زميندار ھارين کي ڪو نہ ستائيندا ھئا. سنڌ اندر ھر صديءَ ۾ سنڌوءَ جو بند نہ ھئڻ ڪري رخ بدلائڻ، ڦيرن، ٻوڏن ۽ سوڪن جي واقعن، آبپاشي جي ذريعن جي پوري انتظام نہ ھئڻ، بارش جي گھٽ ھئڻ، اندروني ۽ بيروني ڌاڙيلن جي حملن، سمنڊ جي پوئين زماني ۾ حالتون غير تسلي بخش بنائي ڇڏيون ھيون. ماڻھن جو گذران گھڻي ڀاڱي مال تي ھو. آباديءَ ۾ سدائين ساڳي زمين تي نہ ھئڻ ڪري آبادگار پيا زمينون بدلائيندا ھئا، مگر برساتن ٽيڪ ڪري خوشحالي موٽي ايندي ھئي. مخدوم محمد جعفر بوبڪائيءَ (مخدوم نوح رحہ جي ھمعصر) مرزا عيسيٰ ترخان کان بيان ڪيو آھي تہ ارغونن جي ڪاھ ۾ فقط ڪاھان (ڳاھو) ۽ باغبان (تعلقي دادوءَ) مان ھڪ رات اندر مرزا شاھ بيگ کي ھڪ ھزار اُٺ اٽ تان ھٿ لڳا، جيڪي باغن کي پاڻي پھچائيندا ھئا.

سنڌ جي واپار جي سھولت لاءِ مکيہ رستو مھراڻ (سنڌو) ھو. جنھن ۾ ائڪ کان سمنڊ تائين ٻيڙيون ھلنديون ھيون. ھن درياھ تي ايرانين ۽ يونانين جھاز راني ڪئي. سنڌ جي لاڙ وارو حصو گجرات ۽ عربستان کي گھڻو ويجھو آھي. سلاطين دھليءَ جي زماني ۾ سنڌ جو واپار وچ ايشيا، ملبار، مصر ۽ اسلامي دنيا سان ھلندو ھو. سنڌي واپارين جون ڪوٺيون قاھرہ تائين ھيون. عيسوي 14 صديءَ ۾ ابن بطوطہ سنڌ جي لاھري بندر تي ايراني نار ۽ يمن جا جھاز، واپارين جي ڪوٺين سميت ڏٺا ھئا. اھو سمن جو اوائلي دؤر ھو. سمن جي ڏينھن ۾ سنڌ ۾ وولگا جي چمڙي جا گوڏن تائين ڊگھا بوٽ، سائبيريا جا سمُور، ھرات جو شراب ۽ پنگ، شيراز ۽ قاھرہ جون تراريون، خراسان جا ڪيمخواب، يزد ۽ ڪرمان جون لنگيون، طبريز جو اطلس وغيرہ وڪرو ٿيندا ھئا.

ٺٽي جي تباھيءَ کانپوءِ مرزا جاني بيگ اڪبري فوج سان مقابلي ڪرڻ وقت پورچوگيزن کان مدد گھري ھئي. ھنن نہ رڳو لاھري بندر تي واپار جي ڪوٺي وڏي ھئي. بلڪ ڪسٽم بہ اڳاڙڻ لڳا. ھن دؤر ۾ سنڌي جھاز فقط مانڊوي ۽ پر بندر تائين مشڪل سان ويندا ھئا. سن 1581ع ۾ پورچوگيزن مڪران جي خوبصورت بندر پسنيءَ کي بہ باھ ڏني. سنڌ جو سمورو ڊيلٽا ھرمز بيٽ ۽ گجرات جي ٻيٽن، دمن ۽ ديو تي پورچوگيزن جي قبضي جي ڪري گھيري اندر اچي ويو. 1592ع ۾ سنڌ جي قبضي ڪرڻ کان پوءِ عبدالرحيم خان خانان وڏي دليريءَ ۽ ھمت سان لاھري بندر وجي پورچوگيزين کي ترڙي ڪڍيو.

ھن بندر کي اوتري ئي اھميت حاصل ھئي، جيتري مصر جي بندر اسڪندريہ کي واپار جي ڪري ھئي. تاريخدان لکن ٿا تہ لاھري بندر وٽان سچا موتي سمنڊ مان نڪرندا ھئا. لوڻ بہ جڙندو ھو ۽ لوڻ جون ڪاٺيون بہ ھيون. ھندستان جا جھاز ايراني نار ڏانھن ويندي ھتي محصول ڀريندا ھئا. تورا کان ھڪڙو رستو سنڌو ملتان ڏانھن ويندو ھو جتان براھ اجوڌن (پاڪ پتن) رستي ھانسي، حسار، پاٽيپٽ ۽ دھليءَ ڏانھن ويندو ھو. ھتي مکيہ پتڻ ديپالپور ھو. جتان فيروز شاھ تغلق 90 ھزار لشڪر ۽ جنگي ھاٿين سان درياھ رستي ٺٽي تي ڪاھي آيو ھو. سوڍا بہ سمن جا دست بازو ھئا. ان ڪري عمرڪوٽ، بدين، رھمڪي بازار ۽ بلڙيءَ ۾ سندن ڇانوٽيون ھيون. ھنن عبدالرحيم خان خانان لاءِ عمرڪوٽ جي رستي کي ڪليل رکيو، مگر سندن حڪمت عملي ڪارگر ثابت نہ ٿي. عبدالرحيم خان خانان جاني بيگ کي شڪست ڏيڻ کانپوءِ عمرڪوٽ تي بہ قبضو ڪيو. گجرات جي حاڪم محمود بيگڙي جي دربار ۾ مصر ايران ۽ يورپ جا ايلچي رھندا ھئا. ان ڪري گجرات واپار ۾ گھڻي ترقي ڪئي. اتي جي قافلن ذريعي ھر قسم جو مال ٺٽي پھچندو ھو. سنڌ جا بہ شھر ٺٽو ۽ لاھري بندر واپار جي ڪري اٽليءَ جي شھر وينس، فلورينس ۽ جنيوا کان وڌيڪ دولتمند ھئا. سمن، ارغونن ۽ ترخانن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ اسلامي دنيا جا سِڪا چالو ھئا. سلاطين دھليءَ جي ڏينھن ۾ سنڌ ۾ ننڍا وڏا سِڪا جاري ڪيا ويا ھئا. اسلامي دنيا جي روپئي جي قيمت سنڌ ۾ فقط چئن 'آنن جيتري ھئي. سلاطين گجرات سان سمن حاڪمن جو

مائٽيءَ جو رستو هو. ان ڪري سلطان محمود بيگڙي جا روپيا ۽ محمودي اشرفيون سنڌ ۾ جاري هيون. سنڌ ۾ في محمودي اشرفيءَ جي قيمت فقط ٻارنهن آنا هئي. ان کان سواءِ بيجاپور ۽ گولڪنڊه جون اشرفيون 'پگوڊا' به جاري هيون. پگوڊا سڪا دراصل ڏچن ڪارومنڊل ڪناري تي پاليڪاٽ واري واپاري ڪوٺي قائم ڪرڻ وقت جاري ڪيا هئا. انهن سڪن جو سون خالص هو. ان ڪري گولڪنڊه ۽ بيجاپور جا سِڪا گجراتي واپارين معرفت سنڌ تائين پهتا هئا. ترخان دور ۾ مرزا عيسيٰ خان ترخان جي ڏينهن ۾ پورچوگيزين لاهري بندر تي قبضو ڪيو هو. هنن پنهنجا سِڪا سنڌ ۾ جاري ڪيا هئا. مرزا عيسيٰ پنهنجو سڪو 'عيسائي' رائج ڪيو هو. هن سڪي جي قيمت ڪي مرزا جاني بيگ مٽائي ان تي 'ميري' نالو رکيو هو. خبر پئجي نه ٿي سگهي ته انهن سنڌي سڪن جو وزن ڪيترو هو ۽ انهن تي ڇا لکيل هو. ارغون ۽ ترخان به مغلن وانگر چنگيز ۽ هلاڪو خان جي نسلي شاخ هئا. اهڙي ناتي سبب بلوچستان توڙي سنڌ اندر تيموري سڪو، جنهن جو وزن 80 گرين هو، رائج هو.

گذريل سيني دؤرن ۾ سنڌ جي اقتصادي تاريخ جي مليل مواد مطابق هڪ ڳالهه واضح ٿئي ٿي ته سنڌ ملڪ آڳاٽي زماني کان زرعي ۽ واپار جي حوالي سان تمام خوشحال رهيو آهي. سنڌ جي اقتصادي ترقيءَ جو اهم محرڪ پڻ اهو ئي رهيو آهي ته هتي پيداواري وسيلا تمام گهڻا آهن.

سنڌ جو اهو دؤر، جنهن جي اقتصادي تاريخ جي حوالي سان جامع انداز سان ڪجهه مواد ملي ٿو، سو مغلن کان ٽالپرن تائين جو گذريل دؤر آهي. 592ع ۾ اڪبراعظم سنڌ کي دهلي شهنشاهيت سان ملائي ڇڏيو. سنڌ ۽ ملتان دهليءَ جو هڪ صوبو بڻيا. سنڌ کي ٻن 'سرڪارن' ۾ ورهايو ويو، ٺٽيءَ سرڪار جي گاديءَ جو هنڌ 'بکر' هو ۽ هيٺينءَ جو 'ٺٽو' هو. ٻنهي تي جدا جدا خودمختيار گورنر مقرر ٿيل هوندا هئا، جن کي هندستان مان ئي مقرر ڪري اماڻيو ويندو هو. انهيءَ عرصي ۾ سنڌ جي ڪارخانن ڏاڍي ترقي ڪئي ۽ واپار سڄيءَ دنيا جي ملڪن سان هلندو هو. ٺٽو ته بين الاقوامي واپار جو مرڪز بنجي ويو ۽ ان جا واپاري ۽ تاجر هتان جون بهترين شيون پاڻ سان ڏيساور کڻي ويندا هئا. ائين ٿو ڀانئجي ته خود مغلن به انهيءَ واپار ۾ دلچسپي ورتي ۽ هنن جي ئي حڪومت جي دؤر اندر مکيه يورپي واپارين، پورچوگيزن، انگريزن ۽ ڏچن، سنڌ ۾ پنهنجون ڪوٺيون قائم ڪيون.

سنڌ 1739ع تائين مغلن جي قبضي ۾ رهي ۽ جڏهن نادر شاهه دهليءَ تي ڪاهي مغل شهنشاهيت کي تقريباً تباهه ڪري ڇڏيو تڏهن محمد شاهه مغل بادشاهه سان ٿيل عهدنامي موجب سنڌونديءَ جي اولهه وارا سمورا پرڳڻا ايراني بادشاهه جي قبضي ۾ اچي ويا. انهيءَ طرح سنڌ به ايراني شهنشاهيت جو حصو بنجي وئي. اورنگزيب جي وفات کان وٺي نادر شاهه جي ڪاهه تائين، ٽيهن سالن جي عرصي ۾ مغل شهنشاهيت جيئن پوءِ تيئن پٽ پوندي وئي. اهو ڏسي نيٺ سنڌ جي هڪ مقامي طاقتور قبيلي ڪلهوڙن پنهنجي خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو اهڙيءَ طرح هندستان مان مقرر ٿي ايندڙ گورنرن بدران مقامي حاڪم سنڌ تي حڪومت ڪرڻ لڳا، پر انهن حاڪمن جي طاقت ۽ خودمختياريءَ جو دارومدار هندستان جي بادشاهه تي هوندو هو. جيڪو حاڪم مضبوط ۽ طاقتور هوندو هو ته سنڌ جا حاڪم مجبوراً اُن جا مطيع ٿي گذاريندا هئا ۽ جيڪو ڪمزور بادشاهه ڏسندا هئا ته هڪدم خودمختياريءَ جو اعلان ڪندا هئا. سنڌي حاڪم اهڙيءَ طرح پنهنجي گهر جا اڏوگابرا مالڪ هئا، پر پوءِ به بهتر ڏيهي حاڪم هئا. هڪ طرف ڪين وقت بوقت پنهنجي مٿين حاڪمن کي ڍلن طور ڳريون رقمون ادا ڪرڻيون پونديون هيون، ٻئي طرف جڏهن به ڏسندا هئا ته دشمن جي خطري کان ڪجهه محفوظ آهن ته ڍلن ڏيڻ کان هڪدم پڙ ڪڍي بيهندا هئا.

ڪلهوڙن سنڌ ۾ سترهين صديءَ ڏاري زور ورتو. هنن جو ڏنڊو فقيري هو ۽ ٿوري ئي وقت ۾ چڱا پوئلڳ گڏ ڪري ورتائون ۽ پوءِ مغلن سان دوبدو چوٽون کائيندا رهيا. 1658ع ۾ شاهي فوجن سان مقابلي ۾ فتح حاصل ٿين ۽ سندن حڪومت جو باقاعدي بنياد پيو. آخر 1701ع ۾ يار محمد ڪلهوڙي کي مغل شهنشاهه کان سَند ۽ مختيارنامو عطا ٿيو. هن جي حڪومت ارڙهن سال هلي. ائين ترتيبوار مختلف ڪلهوڙا حاڪم ايندا رهيا. مجموعي طور ڏسبو ته ٻهرين ٻن ڪلهوڙن، يار محمد ۽ سندس پٽ نور محمد حڪومت دور انديشيءَ سان هلائي، شاهه عنايت شهيد جي شهادت وارو دردناڪ واقعو نه وٺي ها، ته سندن اقتصاديات اجا به بهتر هجي ها. ميان نور محمد سنڌ ۾ واهن جي ذريعي پوک ڪرڻ جي سرشتي کي وڏي ترقي ڏياري. سندس حڪومت جي دؤر ۾ سنڌ جي زرعي پيداوار چوٽيءَ تي پهچي وئي. ان ڪانسواءِ هن دور ۾ ئي ٻن حصن ۾ ورهايل سنڌ کي هڪ ڪري، ملڪ جو درجو ڏنو ويو. ڪلهوڙن جي آخري حڪمرانن جي دور ۾ اٽڪل 30 سالن لاءِ بدامني، گهرو جهيڙن ۽ ٻاهرين حملن جي ڪري سنڌ جي حالت رحم جوڳي ٿي وئي هئي. انهيءَ حالت ۾ ملڪ ٽالپرن جي قبضي ۾ آيو. ٽالپرن جي حڪومت انتظامي طور تمام ناڪام حڪومت ثابت ٿي. اوڻيهين صديءَ جي اوائل ۾ سنڌ، دنيا جي سياسي سيلاب ۾ گهيرجي وئي ۽ انگريزن لاءِ سنڌ ۾ پير جمائڻ آسان ٿي پيو ۽ ائين سنڌ انگريزن جي قبضي ۾ هلي وئي. مغلن کان وٺي ٽالپرن جي دور تائين سنڌ جي اقتصاديات جي ترتيبوار جائزي مان خبر پوي ٿي ته زراعت ۽ صنعت کان وٺي واپار تائين سنڌ ڪٽي بيٺل هئي.

## سنڌ جي آبپاشيءَ جي تاريخ

آبپاشي، سنڌ ۾ ڪا تازي ايجاد ڪانهي. اڄ به اڪثر ماڻهو ائين سمجهندا آهن ته سنڌ ۾ آبپاشي 33-1932ع ۾ سکر بئراج ۽ ان جي واهن جي سرشتي سان شروع ٿي آهي. برعڪس موجب جڏهن کان سنڌ ۾ انسان رهڻ لڳو آهي، تڏهن کان ملڪ ۾ ضرور ندين ۽ واهن جو هڪ ڄار وڇايل هوندو. انهن واهن مان ڪي دائمي وهندڙ معلوم ٿين ٿا، جيڪي ڪن هنڌن تي ٿڌيءَ موسم ۾ سڪي ويندا هئا. برعڪس موجب سنڌ ۾ رهڻ دوران ڪيس ڪافي واهن جا آثار ملندا رهيا.

جڏهن انگريزن 1843ع ۾ سنڌ کي انگريز حڪومت سان ملائي جڏيو، تڏهن هنن ملڪ ۾ واهن جو هڪ اهڙو سرشتو ڏٺو، جيڪو ڪن پيڙهين بلڪ صدين کان موجود هو ۽ 1932ع تائين سنڌ ۾ جيڪي به واهه وهندڙ هئا، انهن کي جيوٽيڪ انجنيئرن ڏاڍي هوشياريءَ سان سنئين سڌيءَ طرح تي آٽي، انهن ۾ اجا به وڌيڪ بهتر انتظام رکيو، پر اُن هوندي به هي نظام فقط انهن واهن جي هڪ سڌريل صورت هئي، جيڪي اڳ ۾ وهندا هئا ۽ انهن ۾ ڪو انقلاب يا تبديلي نه آئي. انهيءَ ۾ ڪو وڏاءُ ڪونهي ته انگريزن کان اڳ، ملڪ ۾ آبپاشيءَ جو سرشتو عام ماڻهن جي اندازي کان تمام گهڻو پکڙيل هو. پوسٽنس موجب ته "جتي زمينون هيٺاهيون آهن، اتي وڏا وڏا واهه سڄي ملڪ ۾ پکڙيل آهن. سڄيءَ سنڌ ۾ زمينون وڏن واهن يا انهن جي واٽر ڪورسن جي نالن سان مخصوص آهن ۽ انهيءَ ڪري جدا جدا هنڌن تي آبپاشيءَ جي سهوليتن جي موجودگيءَ يا غير موجودگيءَ جي بنياد تي ڍلن وصول ڪرڻ جو سرشتو ٻڌل آهي."

سنڌ ۾ واهن ذريعي آبپاشيءَ متعلق پوسٽن پنهنجي هڪ مضمون ۾ لکي ٿو ته برٽش راڄ کان اڳ ۾ واهن ذريعي آبپاشي يقيناً تمام گهڻي انداز ۾ ٿيندي هئي، نه رڳو ايترو، پر خود انگريز حڪومت ۾ جيڪا واهن ذريعي آبپاشي جاري ڪئي وئي، ان جو اندازو فقط ڪن سَوَن ميلن تائين محدود آهي ۽ ان جي مقابلي ۾ هت انگريز حڪومت کان اڳ جي وقت جا واهه هزارين ميلن ۾ آهن." سنڌ ۾ اڳوڻي وقت ٿيندڙ آبپاشيءَ بابت رڪارڊ موجود نه آهي ۽ سر بارٽل فريئر به ٻڌائي ٿو ته سر چارلس نيپئر جي واهن واري کاتي جي گڏ ڪيل قيمتي معلومات جو به گهڻو حصو ضايع ٿي ويو آهي، پر پراڻين روايتن مان ۽ انگريز عملدارن جي ڪيل سروي مان ثابت ٿئي ٿو ته سنڌ ۾ تمام جهوني زماني کان واهن ۽ شاخن جو هڪ ڄار وڇايل هو؛ انهيءَ مان اهو به چڱيءَ پر صاف ٿي وڃي ٿو ته سنڌ جي ماڻهن هٿرادو آبپاشيءَ جي ذريعن ۾ پنهنجي هوشياري ۽ هنرمندي ڏيکارڻ ۾ وسان نه گهٽايو.

مغلن ۽ ڪلهوڙن کان اڳ جي حاڪمن جي آبپاشيءَ جي ڪارنامن بابت تصديق سان ڪجهه چئي نٿو سگهجي، ڇاڪاڻ ته انهن جي بنياد ۽ واڌاري جي معلومات لاءِ ڪو به علمي ذخيرو موجود نه آهي ڪيترائي پراڻا واهه، جيڪي اڄ به موجود آهن، سي ڪلهوڙن جي ڪري وجود ۾ آيا.

سنڌ ۾ واهن جو پهريون معمار، ميان نور محمد ڪلهوڙو هو جنهن سنڌونديءَ جي ساڄي توڙي کاٻي پاسن کان واهن ذريعي آبپاشيءَ جي واڌاري لاءِ عملي قدم کنيا هئا. هن 1719ع ۾ مغل شهنشاهن جي هڪ صوبيدار جي حيثيت ۾ سنڌ تي حڪومت ڪرڻ شروع ڪئي. هن جي حڪومت هيٺ، پهرين ملتان کان سيوهڻ وارو علائقو هو ۽ نيٺ 1732ع ۾ ڏکڻ سنڌ تي به پنهنجي حڪومت برپا ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو. هن جا اڪثر ڪارناما گهڻو ڪري اتر سنڌ تائين ئي محدود آهن.

**انگريزي راڄ کان اڳ آبپاشي:**

سنڌ جو ڏکڻ اولهه ۽ اتر اوڀر چوماسي جي اثر کان گهڻو پري آهي. سنڌ ملڪ ۾ مينهن تمام ڇڊو ۽ بي وقتو پوندو آهي. انهيءَ ڪري باراني پوک هيٺ ايندڙ ايراضي سنڌ ۾ بلڪل اڻ لکي آهي ۽ هتان جي رهواسين پنهنجا فصل اپائڻ لاءِ قديم زماني کان وٺي هميشه 'سنڌو درياهه' تي پئي ڀاڙيو آهي. جيڪڏهن هي درياهه نه هجي ها ته سنڌ به وچ ايشيا جي ويران صحرائن وانگر، هڪ خشڪ ۽ واريا سو بيابان هجي ها.

سنڌو درياهه جون سنڌ جي اقتصادي ڪارجن جي لحاظ کان ڪي خصوصيتون آهن: سنڌو درياهه جي اها هڪ نمايان خصوصيت آهي ته هي درياهه ٿيٽ جي واديءَ جي ترائيءَ مان نه، پر چوٽيءَ تان وهي ٿو. ان جي ٻنهي ڪنڌين وٽان زمين، جيئن پوءِ تيئن آهستي آهستي گهڻو هيٺاهينءَ تي لهندي وئي آهي. سنڌ جي اها نمايان خصوصيت آهي ته ان جي زمين گهڻو ڪري درياهه جي ڪنڌين وٽ تمام اوچي آهي ۽ جيئن هيٺ لهي ٿي، تيئن تيئن وڌيڪ هيٺاهين ٿي وڃي ٿي. ايتريءَ حد تائين، جو جيڪڏهن درياهه اٿلي ته سموري سنڌ پاڻيءَ هيٺ اچي وڃي، انهيءَ جو سبب ٻولڻ ڪو ڏکيو ڪونهي. آب ڪلاٽي يا ٻوڏن جي مند ۾، جون کان وٺي سيپٽمبر تائين، درياهه پهاڙي آبشارن مان تمام گهڻو رڱ ۽ لٽ کڻي نڪري ٿو. پر ان جو وهڪرو هيٺ ماٿريءَ ۾ تمام گهٽ رفتار جو آهي، ايترو سارو رڱ ۽ لٽ کڻي اڳتي نه ٿو وڃي سگهي. قدرتاً نتيجو اهو ٿيو آهي ته درياهه جو پيٽ ۽ ڪنڌيون ڏينهون ڏينهن اوچيون ٿينديون ٿيون وڃن. سنڌ جي اڳين حاڪمن، انهيءَ اصول کي چڱيءَ پر سمجهيو هو. ان ڪري هنن درياءَ جي ڪنڌين کان اوڀر طرف ۽ اولهه طرف ايا ۽ ڏنگي رخ تي پنهنجا واهه کوٽايا. سنڌ جا 'آبڪلاٽي واهه' ۽ انهن جي پاڻيءَ جي مقدار ۽ وهڻ جي عرصي جو دارومدار درياهه جي سطح تي آهي. درياهه جي سطح هماليه جي جبلن تي برف ڳرڻ سان وڌڻ شروع ٿي ڪري. مينهن پوڻ سان درياهه جي وهڪري ۾ پاڻي پرجڻ ۽ گڏ ٿيڻ شروع ٿئي ٿو ۽ سمورو درياهه ڪنڌين تار ٿي وڃي ٿو.

**آبپاشيءَ جا طريقا:**

مقامي حاڪمن جا کوٽايل واهه گهڻي ڀاڱي آبڪلاٽي واهه هوندا هئا. جهونو سنڌي طريقو اهو هو ته درياهه جون قدرتي شاخون به استعمال ڪيون وينديون هيون ته نوان واهه به کوٽايا ويندا هئا. سنڌ جا سيئي قديم واهه هٿرادو کوٽايل ناهن. ڊيل هوسٽ موجب درياهه جون ڪي قدرتي شاخون هي آهن: پراڻ، نارو، اڙل، ڦليلي، ڦٽو گوني، پڃاري، لکي ۽ ٻگهاڙ درياهه جي ساڄي ڪپ تي، سکر کان سيوهڻ تائين، جنهن کي اڳي 'چندوڪ' سڏيو ويندو هو ۽ ڏکڻ سنڌ ۾ دوآبي (ڊيلٽا) واري ڀاڱي ۾ زمين جي سطح گهڻو ڪري هين هنڌن جي پيٽ ۾ هيٺاهين آهي ۽ اهي ئي ايراضيون هيون، جتي پراڻن واهن ذريعي آبپاشي ٿي سگهندي هئي ۽ باقي ملڪ ۾ فقط چرخي آبپاشي ئي ممڪن هئي.

انهيءَ حقيقت جون ثابتيون مقامي روايتن مان ملن ٿيون ته اڳين وقتن ۾، سنڌ ۾ آبپاشي چرخي، موڪي ۽ بوسي طريقن سان ٿيندي هئي. پهرئين طريقي ۾ مٿينءَ سطح تي پاڻي پهچائڻ لاءِ هڪ اوزار ڪم آندو ويندو هو. جنهن کي ’هرلو‘ سڏبو هو. انهيءَ کي ’چاڙهيءَ واري آبپاشي‘ سڏيو ويندو هو، ڇو ته انهيءَ ۾ هرلي ذريعي پاڻي مٿي ڪڍي، زمين آباد ڪرڻ لاءِ موڪلڻو پوندو هو. انهيءَ هرلي ۾ ٺڪر جون ڪنگريون ٻڌبيون هيون، پر جيڪڏهن زمين هيٺاهين هوندي هئي ۽ ڪنهن ڪڙئي يا شاخ مان پاڻي، زمين ڏانهن وهي ٿي سگهيو ته انهيءَ قسم جي آبپاشيءَ جي سرشتي کي ’موڪي‘ يا ’وهڪري جي آبپاشي‘ سڏيو ويندو هو. انهيءَ سرشتي ۾ ڪنهن به اوزار جي ضرورت نه پوندي هئي. ڪڏهن ته وري انهن ٻنهي سرشتن کي ملائي ڪم ورتو ويندو هو. جڏهن واهه ۾ پاڻيءَ جي سطح اوچي هوندي هئي ته قدرتي طرح هيٺ ٻنين ۾ پاڻي پهچي سگهندو هو. آبڪلاڻيءَ جي منڊ جهڪي ٿيندي ٿي هاريءَ کي هرلو ڪم آڻڻو پوندو هو. انهيءَ طريقي ’چرخي- مدد- موڪي‘ سڏيو ويندو هو. ٽئين طريقي کي ’بوسي‘ سڏبو هو، جيڪو خشڪ فصلن ۽ خاص ڪري ڪڻڪ ۽ دالين جي فصلن اپائڻ لاءِ ڪم آندو ويندو هو. پوڏن جي وقت ۾ ٻنيون ٻارا سيءِ پاڻيءَ سان تار پرجي ويندا هئا ۽ جڏهن پوڏون هٽي وينديون هيون ته زمين پوري طرح نه سڪندي هئي ۽ اجا وٽائين (وٽ واري) هوندي هئي ته زمين کي دستوري طرح هر ڏئي، کيڙي، پوک ڪئي ويندي هئي. انهيءَ پوک کي زمين ۾ رهي ويل پاڻيءَ مان ڪاڄ ملندو هو. درياهه جي ٻنهي طرفن تي ڪافي ايراضيءَ تي انهيءَ نموني زمين پوک هيٺ آندي ويندي هئي ۽ خاص ڪري اتر سنڌ ۾، جتي چيڪي زمين هوندي هئي، اتي اهو رواج گهڻو هو. انهيءَ طريقي سان زمين تي ٻئي فصل خريف ۽ ربيع پوکي سگهبا هئا ۽ واهن جي حالت ۾ ته رڳو خريف پوکي سگهبو هو ڇو ته واهه آبڪلاڻيءَ جي موسم ۾ ئي وهندا هئا. آبپاشيءَ جو اهو طريقو اڄ تائين هلندو اچي.

هئملٽن بيان ڪري ٿو ته ’سنڌو درياهه‘ اپريل مئي ۽ جون مهينن ۾ اٿلي هيٺاهين زمينن کي پاڻيءَ سان پريو ڇڏي ۽ جيئن ئي پوڏون ختم ٿين ٿيون، ته زمينن تي ريجائيءَ مٽيءَ جو ٿلهو تهه ڇڏيو وڃي، جنهن کي هاري سُڪڻ کان اڳ ڏاڍي سولائيءَ سان کيڙيو ڇڏين. انهيءَ نموني سان کيڙي، ٻج ڇٽي ڇڏڻ سان زمين ڳاهوڪا فصل پيدا ڪري ٿي. اهو طريقو اڳ ۾ درياهه جي ڪنڌين وارين ايراضين تي استعمال ڪيو ويندو هو، پر پوءِ اهو واهن جي پر وارين زمينن تي به استعمال ٿيڻ لڳو. اجا چوٿون طريقو ’چاهي‘ يعني کوهن جي ذريعي آبپاشيءَ جو طريقو به استعمال ڪيو ويندو هو، پر اهو طريقو ايتري وڏي پيماني تي ڪتب ڪونه آندو ويو. تڏهن به کوهن تي نار ٻڌي پاڻي ڪڍي پوکي ڪئي ويندي هئي.

**نور محمد ڪلهوڙي جا کوٽايل واهه:** گهاڙ واهه جون ٽي مکيه شاخون نور محمد ڪلهوڙي پنهنجي حڪومتي دور ۾ کوٽايون. ’نور واهه‘ تي نالو سندس نالي پٺيان پيو ۽ ’شاهه جي ڪڙ‘ وري هن جي نامياري وزير شاهه بهاري کوٽايو هو. شاهه بهاري ’چندوڪ‘ (چانڊڪو/ هاٽوڪي لاڙڪاڻي) واري حصي ۾ کيترائي واهه کوٽايا. ’ڏاتي جي ڪڙ‘ جيڪو هينئر موجود ناهي، ميان نور محمد جي ئي وقت ۾ ڏاتي کهاوڙ نالي هڪ شخص کوٽائي، جيڪو پنهنجي وقت جو هڪ دولتمند ماڻهو هو ۽ واهن کوٽائڻ جي حوالي سان چڱو نالو ڪمايو هئائين. سنڌ ۾ ’بيگاري واهه‘ جي مکيه شاخ ’نور واهه‘ جيڪا اڄا موجود آهي، سا به هن ئي ڪلهوڙي حاڪم جي وقت دوران وجود ۾ آئي. نوشهري ڊويزن ۾ ’نصرت واهه‘ به هن جي وقت ۾ نصرت خان چانڊئي کوٽايو هو. مراد، باگ ۽ فيروز واهه، هن جي ٽن مشهور درٻارين مراد ڪلهوڙي، باگي سيال ۽ فيروز ويرڙ کوٽايا هئا. نصرت واهه، جنهن ۾ انهن ٽن واهن جون کي شاخون اچي ٿيون وڃن، موجوده بئراج سرشتي ۾ هاٽوڪي روهڙي ڪئنال جي هڪ مکيه شاخ بڻجي پيو آهي.

ڪلهوڙن سردارن ٻيا به کيترائي واهه کوٽايا. حيدرآباد ضلعي جو سرفراز واهه، آخري ڪلهوڙي حاڪم ميان سرفراز خان کوٽايو هو.

**ٽالپرن جي وقت ۾ آبپاشي:**

ڪلهوڙن کان پوءِ ٽالپر حڪومت جو جيڪو رڪارڊ موجود آهي، ان مان اهو پتو پوي ٿو ته سنڌ جي واهن جو انتظام ٽالپرن جي وقت کان ڪلهوڙن جي وقت ۾ وڌيڪ بهتر هو. ٽالپرن پنهنجي گهرو جهڳڙن جي ڪري سڄو ملڪ ورهائي حصا ڪري ڇڏيو ۽ نتيجو اهو نڪتو، جو ملڪ جي مجموعي حالت ڏينهون ڏينهن خراب ٿيندي وئي ۽ ان سان گڏ واهن جي انتظام تي به ڪنهن ڌيان ڪو نه ڏنو. اوڻويهين صديءَ جي گهڻو ڪري سيني مؤرخن، ٽالپرن جي زماني ۾ آبپاشيءَ جي انتظام تي ڪافي تنقيدون ڪيون آهن، پر جيئن ته ٽالپرن کي سڄو ملڪ پنهنجو پاڻ ۾ ورهاست ڪري ڪٽڻو هو، انهيءَ ڪري انهن اهو ئي بهتر سمجهيو ته ملڪ ۾ پنهنجي پنهنجي نالي پويان هر ڪو جدا واهه ٺهرائي. نتيجو اهو نڪتو ته درياهه مان ٻنهي پاسن تي کيتريون شاخون ٺهيون ۽ اهي ميلن ۾ هڪ ٻئي سان پوري وچوٽيءَ تي وهنديون هيون.

سنڌ ۾ هٽرادو آبپاشي قديم وقتن کان هلندي ٿي اچي، پر انهيءَ جو سمورو دارومدار وقت جي مقامي حاڪمن جي تجربي ۽ ذاتي قابليت تي هو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته انهن وٽ هاڻوڪي وقت جي سائنسي معلومات ته ميسر ڪا نه هئي ۽ نه ئي ماڻهن کي اڄڪلهه واري منظم آبپاشيءَ جي طريقن جي ڪا خبر هئي؛ ان هوندي به واهن جو عام رخ اڪثر ڏاڍو سٺو هوندو هو. جهوناواهه، خامين کان خالي ڪو نه هئا. پر جي انهن کي اڄوڪي معيار سان پيٽبو ته اهو ظاهر ٿيندو ته سنڌ جي حاڪمن، نه رڳو گهڻو ڪم ڪيو، پر قابليت سان سرانجام ڏنو. ڇاڪاڻ ته ويجهڙائيءَ واري دؤر کان سنڌ جي اقتصاديات سنڌوءَ تي رهي آهي ۽ انگريزن جي سڌريل آبپاشي نظام جو دارومدار پڻ انهن اڳاٽن ٻرپا ڪيل نظامن تي آڌارت آهي.

**ڪيتيءَ جو سرشتو:** مغلن ۽ ڪلهوڙن جي وقت جا روز نامچا لکندڙ اسان کي ملڪ جي اُن وقت جي گهٽ ڌيان ڇڪائيندڙ پهلوءَ، ڪيتيءَ جي سرشتي ۽ ان جي پيداوار ۽ هارين جي زندگيءَ متعلق ڪجهه ڪونه

ٿا ٻڌائين. هنن جي دلچسپي فقط ملڪ جي دولت، صنعت، واپار ۽ ملڪ ۾ ٺهندڙ مال جي بهترين خصوصيتن سان هئي. ملڪ جي عام حالت ۽ ماڻهن جي ڪارگذارين، خاص ڪري سندن ڪيتيءَ جي سرشتي جي ڄاڻ، اسان کي وري اڻويهين صديءَ جي انگريز ايجنٽن ۽ آفيسرن جي تحريرن مان ملي ٿي، جن ماڻهن جي زندگيءَ جي مختلف رخن جو اڀياس ڪيو. سنڌ ۾ ڪيتيءَ جو جيڪو سرشتو رواج ۾ هو، تنهن ۾ ساڳيءَ زمين کي وري وري پوکڻ جي بدران نيون نيون زمينون پوک هيٺ آنديون وينديون هيون. پوسٽنس ڄاڻائي ٿو ته: "سنڌ جي ڪنهن به حصي ۾ زمين کي سڌارڻ جي خيال کان پاڻ ڏيڻ تي ڌيان ڪونه ٿو ڏنو وڃي. پوک جو طريقو نهايت اڻ سڌريل آهي. اڪثر ڪري ڪنهن پڪي فصل جهڙوڪ جوئر يا ڪمند جي پوک ڪانپوءِ انهيءَ زمين کي هڪ سال لاءِ غيرآباد ڇڏي ڏنو ويندو آهي."

ايٽڪن، گزيٽيئر آف سنڌ ۾ لکي ٿو ته: "سنڌي هاري زمين کي زرخيز ڪندڙ چيزن مان ڪابه مدد ڪونه ٿو وٺي، هاريءَ جي سستي ۽ آرس جو هڪڙو اهو به سبب آهي ته هتان جي زمين ٻين صوبن جي مقابلي ۾ ڪيس گهٽي پيداوار ڏئي ٿي. انهيءَ لاءِ هتي ماڻهن کي سراسري زمين جي ايراضي ايتري گهٽي آهي، جو ڪو هٽ ڪاڙ هاري به پنهنجون ضرورتون انهيءَ زمين جي فقط ننڍن ٽڪرن کي واري واري سان پوکڻ سان پوريون ڪري سگهي ٿو. باقي جيڪي زمينون گهٽيءَ پوک جي ڪري ڪو ٻوٽو ڪونه ٿيون ڄارين، انهن جي هو پرواهه ئي ڪونه ٿو ڪري."

**زرعي پيداوار:** قديم وقتن کان وٺي سنڌ ۾ خريف ۽ ربيع جي فصلن ۾ مختلف قسمن جو اناج پيدا ٿيندو هو. خريف ۾ خاص ڪري، جوئر، ٻاجهري، چانور، تر ۽ مڱ پوکبا هئا ۽ ربيع ۾ وري مکيه فصل ڪڻڪ، جَوَ، پنير، سرنهن، چڻا ۽ متر هوندا هئا. خريف ۾ ٿوري انداز ۾ تماڪ ۽ ڪمند پوکيا ويندا هئا ۽ ربيع ۾ وري پنگ ۽ ڏوڏي ٿوري انداز ۾ پوکي ويندي هئي. ٿوري تعداد ۾ هيرڻ جو ٻج به پوکيو ويندو هو. اهو فصل دائمي فصل هوندو هو. اڻويهين صديءَ جي اڀياس مان ئي اسان کي سنڌ جي زرعي پيداوار جو رڪارڊ، انگريز سياحن، فوجي آفيسرن ۽ سياسي مدبرن جي تحريرن ۾ ملي ٿو. پاٽنجر ٻڌائي ٿو ته هتي پيداوار جا ڪيترائي نمونا هئا ۽ بهترين قسم جي پيداوا ٿيندي هئي. پوسٽنس، 1843ع ڌاري پنهنجي سياحت دوران لکيو آهي ته: "ڏکڻ سنڌ (لاڙ) ۾ چانور ماڻهن جو خاص کاڌو آهي ۽ ايتري انداز ۾ اُپايا وڃن ٿا، جو ان مان ڪافي بچت برآمد پڻ ڪئي ٿي وڃي. اتر سنڌ ۾ خريف ۽ ربيع جا مکيه فصل جوئر ۽ ڪڻڪ هئا. اهي ٻئي فصل گهڻي انداز ۾ پوکبا هئا ۽ اهي اهڙا ته اعلىٰ درجي جا هوندا هئا، جو مصر جي بهترين فصل سان مقابلو ڪري ٿي سگهيا." هتي "جوئر جي ڪانن جي ڊيگهه عام طرح چوڏنهن کان سورهن فوٽن تائين هئي ۽ هڪڙو سنگ ٻارهن کان چوڏهن آئونس جو هوندو هو." ڪڻڪ لاءِ چوي ٿو ته "سنڌ ۾ ڪڻڪ به بهترين قسم جي پوکي ويندي هئي ۽ جتي جتي ڪڻڪ پوکي ويندي هئي، اتي ميلن جا ميل ملڪ اناج جي حسين ترين ڳهن سان سينگاريل هو."

هن ٻيا جيڪي فصل ڏنا، سي ٻاجهري، مڱ، جَو، تر، ايلسي، سرنهن ۽ هيرڻ. تجارتي فصلن ۾ سڀ کان اهم فصل ڪپهه جو هو، جيڪو سنڌ جي وچئين ۽ ڏاکڻي علائقي ۾ وڏي پئماني تي پوکيو ويندو هو. ان جا ٻه قسم هئا: 'نيري' يعني ساليانو ۽ 'سندني' يعني دائمي. ٻيو نمبر مکيه فصل هو جيڪو سنڌ جي زمين ۽ آب هوا سان موافق هو، پُست، ڪمند، سڻي، پنگ ۽ تماڪ به هتي ٿوري انداز ۾ اپايا ويندا هئا.

**باغ ۽ باغن جي پيدائش:** تاريخي دؤر کان اڳ به سنڌ ۾ ڪپهه جي پوکڻ جا آثار ملن ٿا، پر ڏسجي ٿو ته سنڌ ۾ ميون، ٻاجين يا گلن جي پوکڻ تي ايترو ڌيان نٿي ڏنو ويو. سنڌ ۾ ڪجين جي پوک عربن ئي شروع ڪرائي. شهزادا ۽ امير پنهنجي عيش لاءِ باغ رکائيندا هئا، جيتوڻيڪ اهي باغ مغلن جي عاليشان باغن جهڙا ڪونه هئا ۽ انهن ۾ سونهن ۽ سوڀيا گهٽ هوندي هئي. ڏاڙهون به ڪجين وانگر سنڌ ۾ مسلمانن قنڌار ۽ خراسان جي وادين مان آندا. اهڙيءَ طرح ڪجين سان گڏ انجير به سنڌ ۾ ٻاهران آيا. سنڌ ۾ مقامي پيدا ٿيندڙ ميون جي ڪا ڪوٽ ڪا نه هئي، جيئن انب، ٻير، توت، ڊاک، ليما، نارنگيون، ترنج، گدامڙي، چمون، هنداڻا، گدرا وغيره. سنڌ جا بهترين باغ مکيه مکيه شهرن، جهڙوڪ: ٺٽي، نصرپور، حيدرآباد، شڪارپور، سيوهڻ ۽ روهڙيءَ ۾ هوندا هئا. ٺٽي جي خوبصورت باغن جي تعريف ٺٽي بابت لکيل ڪتابن ۾ جابجا ملي ٿي. روهڙيءَ کي 'سنڌ جو چمن' ڪري سڏيندا هئا. چوڌاري ساوڪ ئي ساوڪ جا نظارا هوندا هئا.

پوسٽنس لکي ٿو ته: "درياهه جي اوپر طرف روهڙي ۽ حيدرآباد ۾ ڪيترن ئي قسمن جا عاليشان باغ آهن ۽ اونهاري جي موسم شروع ٿيڻ تي سڄو ملڪ گلن، خاص ڪري گلاب جي گلن سان ڍڪجيو وڃي. ملڪ جي هر طبقي جا ماڻهو باغن تي ڌاڍو توجهه ڏين ٿا. تفريح جو وقت انهن باغن ۾ گذاريو وڃي ٿو. هندو ۽ مسلمان، ٻئي زندگيءَ جي هن پهلوءَ تي گهڻو ڌيان ڏين ٿا ۽ ان تي ڪافي پيسو خرچين ٿا. شڪارپوري تفريح جي ميدانن ٺهرائڻ ۾ هڪ ٻئي سان مقابلو ڪندا ٿا رهن. انهن تفريحي ميدانن ۾ فقط ميوا ۽ گل پوکيا وڃن ٿا."

اوڻيهين صديءَ جي آخر تائين زرعي سرشتو ساڳيو هو، جيڪو ٽالپرن جي وقت ۾ جاري هو، جن کان حڪومت جون واڳون انگريزن هٿ ڪيون. ٽالپرن ڪيتيءَ جو اهو ساڳيو سرشتو قائم رکيو، جيڪو ڪاٺئن اڳين حاڪمن ڪلهوڙن جي وقت ۾ هو. ڪلهوڙن به ايئن ئي ڪيو. 350 سالن کان به گهٽي عرصي ۾ انهيءَ سرشتي ۾ فقط ڪا اڻ لکي تبديلي مس آئي. مورلئنڊ ٻڌائي ٿو ته: "هندستان جي زراعت سورهين صديءَ کان زور وٺڻ شروع ڪيو آهي، پر ايتري حد تائين نه، جو ان جي بنيادي ڳالهين ۾ ڪا تبديلي آئي هجي، سموري هندستان جي گڏيل پيدائش اڳي به ايتري ئي هئي، جيتري هاڻي آهي." جيڪا حقيقت هندستان سان وابسته آهي، اها سنڌ سان به لاڳو ٿئي ٿي. ڊاڪٽر سورلي لکي ٿو ته، "اهڙو ڪو به سبب ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي، جو اها ڳالهه تسليم ڪجي ته مغلن ۽ ڪلهوڙن واري سنڌ، زراعت جي نقطه نگاهه کان هاڻوڪي سنڌ کان مختلف هئي."

مغلن، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي ڏينهن ۾ اهوئي زراعت جو سرشتو هو. انهيءَ لاءِ ڪافي ثابتيون موجود آهن ته مغلن ۽ اوائلي ڪلهوڙن جي حڪومتن ۾ سنڌ جي زراعت پوين ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دؤر حڪومت کان وڌيڪ آسودي حالت ۾ هئي. مؤرخن سنڌ جي زرعي آسودگيءَ جا ڳڻ انهن قديم وقتن کان وٺي ڳايا آهن، جن جو رڪارڊ موجود آهي.

باربوسا چوي ٿو ته: "هن ملڪ ۾ ڪڻڪ، جوَ ۽ گوشت جا عظيم ذخيرا موجود آهن. هن ملڪ جي وچان هڪ درياهه سمنڊ ڏانهن وهي ٿو ۽ انهيءَ درياهه جي پاسن تي ڪيترائي آسودا ۽ خوشحال شهر آهن. زمين پلي ۽ زرخيز آهي. منجهس ڪاڌ خوراڪ ججهي آهي."

'آئين اڪبري' ڪتاب ۾ به سنڌ جي پيداوار ۽ خوشحاليءَ جي تصديق هن ريت ٿيل آهي: "ميوا ڪيترن ئي قسمن جا آهن. جن مان انب نهايت سنا آهن. چانور گهڻي انداز ۾ ۽ سٺي قسم جا پيدا ٿين ٿا. ماڻهن جو خاص کاڌو چانور ۽ مڇي به آهي. ڪير منجهان مليل مکڻ ۽ گيهه چئن مهينن تائين ڪتب آندو وڃي ٿو."

تاريخ معصوميءَ ۾ لکيل آهي ته: "سنڌ ۾ وونئڻ ذري گهٽ ڪنهن پوري وڻ جيڏا ڏگها ٿيندا آهن". سترهين صدي عيسويءَ جي پورچوگيز سيلانين لکيو آهي ته: "ملڪ ۾ کاڌو خوراڪ ۽ گوشت تمام ججهو آهي." ڪئپٽن هئملٽن هن ملڪ لاءِ لکي ٿو ته، ڪڻڪ ۽ چانور، گهوڙا ۽ ٻيو چوپايو مال سنڌ ۾ تمام گهڻو هو ۽ ماڻهن کي خبر ڪانه هئي ته ڏڪار جا ٿيندو آهي. هو چوي ٿو ته گوشت بهترين قسم جو هوندو هو ۽ مکڻ ڪافي مقدار ۾ ٻاهر موڪليو ويندو هو."

ڪلهوڙن جي وقت ۾ گهڻي ڀاڱي خوشحال رهندڙ سنڌ، ڪلهوڙن جي پوين حاڪمن جي ڏينهن ۾ ٻاهرين حملن ۽ گهرو لڙاين جي ڪري پوئتي پوڻ لڳي ته ٽالپر، ڪلهوڙن کان حڪومت کسي پاڻ قابض ٿي ويهي رهيا. ڪلهوڙن جي حڪومت جي دؤر ۾ سنڌ زرعي طرح آسودگيءَ جي بلند منزلن تي پهتل هئي، سا ٽالپرن جي دؤر حڪومت ۾ به برقرار رهي. زمين جو وڏو حصو اميرن ۽ شهزادن جي شڪار جي وندر لاءِ شڪار گاهن ۾ تبديل ٿي ويو ۽ زرعي پيداواري قوت جي زوال سان ملڪ غريبيءَ جي پنجوڙن ۾ قابو ٿيندو ويو.

**زمين جي ڍل:** ڪتاب 'آئين اڪبريءَ' مطابق سنڌ جو پرڳڻو ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل هو. هيٺين ۽ مٿين سنڌ. اتر سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ بکر هو، جيڪو ٻارهن محلن ۾ ورهايل هو. ان کي 'بکر جي سرڪار' سڏيو ويندو هو. انهيءَ مان سرڪاري خزاني کي 18,424,947 'دام' يعني چاليهه دام في روپين جي حساب سان 4 لک في آمدني ٿيندي هئي. هيٺين سنڌ وري ارڙهن محلن ۽ پنجن ننڍين سرڪارن ۾ ورهايل هئي، جن مان جملي 165,000 روپيا آمدني ٿيندي هئي. انهيءَ طرح سموري سنڌ مان بکر سرڪار سميت ڪل ڍل 84,676,340 دام وصول ٿيندي هئي. زمين جي ڍل گهڻو ڪري جنس جي صورت وصول ڪئي ويندي هئي. مغلن جي وقت ۾ هاريءَ کان فصل جو ٽيون حصو ورتو ويندو هو ۽ ٽالپرن شايد ڪلهوڙن جي پيروي ڪندي، زمين جي درجيواريءَ مطابق حڪومت جو حصو ٽين پتي، ٻه ڀاڱي پنجين پتي يا فقط پنجين پتي مقرر ڪئي هئي. جان برٽن ٻڌائي ٿو ته ڍلن جا اڳهه فصلن جي ملهه زمين جي درجيواري، پاڻيءَ جي سهولت ۽ ٻين اهڙين ڳالهين کي خيال ۾ رکي پيدائش جي چوٿين پتي، ٽين پتي، پنج دوئي (ٻه ڀاڱي پنج) يا نصف (اڌواڌ) مقرر ڪيا ويندا هئا. پر هو چوي ٿو ته مجموعي طرح زميندار سڀ خرچ پري فصل جو ٽيون حصو پاڻ ڪٽندا هئا.

زمين جا ٽي درجا مقرر ڪيل هئا: پهريون 'سيلابي' يا اها زمين، جنهن کي آبڪلاٽيءَ مان پاڻي پهچندو هو ۽ جنهن جي آبپاشيءَ لاءِ ڪا هٿرادو مدد ڪانه ڏني ويندي هئي. ٻيو 'چرخي' يعني اها زمين جيڪا درياهه کان ڪجهه فاصلي تي هوندي هئي ۽ جنهن لاءِ واهن يا نار جي ضرورت هوندي هئي ۽ ٽيون 'باراني' يا اها زمين، جنهن کي برسات جي پاڻيءَ تي پوکيو ويندو هو.

ڍل جو گهڻو حصو ڏسجي ٿو ته ڪل پيدائش جي ٽئين حصي جي حساب سان ورتو ويندو هو ۽ انهيءَ ڳالهه جي تصديق انگريزن جي سنڌ تي قبضي ڪرڻ جي فقط چئن سالن کان پوءِ جي هڪ ڪمشنري رپورٽ مان ٿئي ٿي. مغلن جي ڏينهن ۾ سنڌ جي ڍل 21 لکن روپين کان ٿوري مٿي هئي. ڪلهوڙن جي وقت ۾ ڍلن جي سرشتي جو ڪو به رڪارڊ ڪونه ٿو ملي، پر اندازو اهو لڳايو ويو آهي ته سرڪار کي ڍلن مان ڪل 80 لک روپيا ملندا هئا. پوسٽنس جي چوڻ مطابق ٽالپرن جي ڏينهن ۾ ڍلن جي وصوليءَ ۾ گهڻي گهٽتائي اچي وئي هئي. اهو اندازو لڳائڻ ضروري آهي ته ان دؤر ۾ سرڪاري ڍلن جي ڪل آمدنيءَ ۾ زمين جي ڍل جو ڪهڙو حصو هو.

'هيوز' جي چوڻ مطابق "سنڌ ۾ انگريز راڄ شروع ٿيڻ وقت زمين جي ڍل ڪل ڍلن جي آمدنيءَ جو ٻه ڀاڱي ٽيون حصو هوندي هئي. اهو اندازو لڳائڻ ته مغلن، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي حڪومت ۾ به ڍل، ڪل ڍلن جو ڪيئون حصو هوندي هئي، ايترو آسان نه آهي، پر گهڻو ڪري انهيءَ دؤر ۾ به اهائي ساڳي نسبت هوندي. انهيءَ حساب موجب ڪلهوڙن جي دؤر ۾ زمين جي ڍل 80 لک روپين جو ٻه ڀاڱي ٽيون حصو هوندي ۽ ٽالپرن جي وقت ۾ 46 لک روپين جو ٻه ڀاڱي ٽيون هوندي. جيئن ته ڍل ڪل پيداوار جي حساب سان جنس جي صورت ۾ ورتي ويندي هئي، انهيءَ ڪري ان وقت جي سراسري قيمتن ۽ رپئي جي قوت خريد بابت ڄاڻ کي ماهرن ضروري ڄاڻايو آهي.

ڊاڪٽر راڌا ڪمل مکرجي قيمتن جون ڪي نسبتي اڳهوتريون مرتب ڪيون، جن ۾ 1600ع کان وٺي رپئي جي قوت خريد ۾ ڦيريون گهيريون ڏيکاريون ويون آهن. جيتوڻيڪ اهي انگ اکر سڄي هندستان لاءِ ڏنا ويا آهن، پر انهيءَ ۾ سنڌ کي به شامل سمجهڻ گهرجي. ان وقت ۾ سنڌ جا واپاري لاڳاپا، هندستان جي مکيه واپار جي مرڪزن سان نهايت گهاٽا هوندا هئا ۽ سنڌ جي شين جون قيمتون، هندستان جي ٻين هنڌن تي خريد فروخت هيٺ ايندڙ شين جي قيمتن کان گهڻو مختلف ڪين هيون.

ڊاڪٽر مکرجي 1600ع کان شروع ڪندي ٻڌائي ٿو ته 1650ع تائين روپئي جي قوت خريد ساڳي رهي، پر 80 سالن ڪانپوءِ 50 سيڪڙو وڌي وئي، ان ڪانپوءِ وري گهٽجڻ لڳي ۽ 1807ع ۾ اصل ملهه جي اٽڪل ٻه ڀاڱي ٽئين حصي تي وڃي بيٺي، ان بعد اڍائي سالن ڪانپوءِ وري ٻه اهائي ساڳي حد قائم رهي ۽ 1750ع تائين اها ئي رهي.

اناج جي شين جي سراسري قيمت 5 آنا في مڻ ڪندي، ڊاڪٽر مکرجي ڄاڻائي ٿو ته مغلن جي وقت ۾ زمين جي ڍل 2117 لک روپيا هئي ۽ شين جي قيمت جي مقرر ڪيل حساب سان جنس جي صورت ۾ اها ڍل شين جي تناسب سان اٽڪل ٽيڻ يعني 677 لک مڻ ٿيندي ۽ جيئن ته ڍل زمين جي ڪل پيداوار جي ٽين پتي ورتي ويندي هئي. ان حساب سان ڪل پيداوار تلهي ليکي 200 لک مڻ بيهي ٿي. اڄڪلهه جي انگن اکرن مان ايڪڙ جي سراسري پيداوار 12 مڻ في ايڪڙ هوندي ۽ انهيءَ حساب سان مغلن جي وقت ۾ پوک هيٺ ايندڙ سالياني ايراضي اٽڪل ساڍا 16 لک ايڪڙ هوندي. ٽالپرن جي دؤر ۾ به ڍل جنس جي صورت ۾ ورتي ويندي هئي ۽ في ڪوڙيءَ جي حساب سان زمين جي ڪل پيداوار جو ملهه اٽڪل 92 لک روپيا ٿيندو. ٽالپرن جي وقت ۾ رپئي جي قوت خريد، مغلن جي وقت جي قوت خريد جي 35 سيڪڙو کان به گهٽ هئي. جڏهن اناج جي قيمت پنج آنا في مڻ ڪٿي ويئي آهي. انهيءَ مان حساب لڳائجي ٿو ته ٽالپرن جي وقت ۾ اناج جي قيمت 15 آنا في مڻ ٿئي ٿي ۽ ان موجب سالياني زرعي پيداوار اٽڪل 100 لک مڻ معلوم ٿئي ٿي. وري به 12 مڻ في ايڪڙ جو حساب لڳائيندي معلوم ٿيندو ته ٽالپرن جي وقت ۾ پوک هيٺ ايندڙ سالياني ايراضي اٽڪل سوا اٺ لک ايڪڙ ٿيندي. جيڪڏهن انهيءَ زمين ۾ انهن جاگيرن جون زمينون به جوڙ ڪبيون، جيڪي ٽالپرن پنهنجن مٽن ۽ مائٽن کي بخشيون هيون ۽ جن تان ڪابه ڍل وصول ڪانه ٿيندي هئي ته پوک هيٺ ايندڙ ايراضي ڏهن لکن ايڪڙن کان ڪنهن به صورت ۾ گهٽ نه ٿيندي. اهو اندازو بلڪل مناسب آهي، ڇو ته انگريزي راڄ ۾ 1875ع کان 1885ع ڏهن سالن جي عرصي ۾ جاگيرن هيٺ پوکجندڙ زمين جي سراسري ايراضي ڏيڍ لک ايڪڙن کان به مٿي هئي ۽ 1847ع ۾ يقيني طور انگريز راڄ شروع ٿيڻ کان فقط ٽي سال پوءِ هڪ انگريز ڪمشنر اهو تخمينو ڪيو هو ته سنڌ ۾ سرڪاري زمينن جو اٽڪل ڏهون حصو جاگيرن ۾ مستقل ڪيو ويو هو ان ڪري ڪنهن به صورت ۾ ٽالپرن جي وقت ۾ پوک هيٺ ايندڙ سراسري ايراضي 10 لکن ايڪڙن جي ويجهو هوندي. هن مان اها خبر پوي ٿي ته ڪلهوڙن جي وقت جي ويهن لکن ايڪڙن ۾ ڪيتري قدر گهٽتائي اچي وئي هئي. اهڙيءَ طرح خبر پوي ٿي ته سنڌ جي زرعي پيداوار جي قوت مغلن جي وقت ۾ چڱي عروج تي هئي. اوائلي ڪلهوڙن جي دؤر ۾ اها اڃا وڌيڪ بلنديءَ تي پهچي وئي ۽ ان ڪانپوءِ ان جو زوال شروع ٿيو ايتريقدر جو ٽالپرن جي وقت ۾ وڃي تري تي پهتي. انگريزن جي راڄ ۾ زراعت وڌندي وئي ۽ 1878ع-1879ع تائين ساڳي ڪلهوڙن واري بلنديءَ تي وڃي پهتي. ان کان سواءِ سکر بئراج تيار ٿيڻ ڪانپوءِ ان ۾ اڃا به بي پناهه اضافو ٿيو ۽ سڌارا آيا.

## آدمشماري، صنعت ۽ واپار جا مرڪز

هندستان جي ٻين پرڳڻن وانگر، سنڌ جا شهر به آدمشماري، صنعت ۽ واپار جا مکيه مرڪز هئا. واپار ۽ صنعت جي وڌڻ سان نوان نوان شهر ۽ قصبا پيدا ٿيا ۽ پراڻا شهر آباديءَ جي لحاظ سان وڌيڪ وڌا ٿيندا ويا. ٻهراڙين مان آدمشماري اچي شهرن ۾ گڏ ٿيڻ لڳي. جڏهن صنعت ۽ واپار پوئتي پوڻ لڳا، تڏهن آباد ۽ آسودا شهر به ڦٽڻ لڳا. مغلن ۽ ڪلهوڙن جي اوائلي دؤر ۾ ۽ ڪلهوڙن جي پوئين دور ۾ ۽ ٽالپرن جي دؤر ۾ سنڌ تي انگريز حڪومت مسلط ٿي وڃڻ تائين هڪ سئو سالن جي عرصي ۾ سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن جي حالت ڪجهه هن ريت هئي:

مغلن ۽ اوائلي ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ سنڌ جا مکيه شهر هينيان هئا: ٺٽو، نصرپور، سيوهڻ، لاهري بندر، بکر ۽ روهڙي، سکر، ڪنديارو، دربيلو، گنبٽ، بوبڪ ۽ سن. هن مان ڪي شهر صنعت ۽ واپار جي لحاظ کان ان وقت ته سنڌ جا اهم ۽ مکيه مرڪز هئا.

ٺٽو چوڏهين صديءَ جي وچ کان ارڙهين صديءَ جي وچ واري عرصي تائين سنڌ جو اهم ترين شهر هو. ڊاڪٽر بال ڪرشن جي چوڻ مطابق ٺٽو سترهين صديءَ ۾ پهرئين نمبر جي شهر جي اهميت رکندڙ شهر هو ۽ سڄي اتر هندستان ۾ ڪو به اهڙو شهر نه هو، جنهن ۾ ٺٽي کان وڌيڪ واپار هلندو هجي. ٺٽو سوٽي ڪپڙي جي مختلف قسمن جهڙوڪ بافتي، ڇيٽن، ململ ۽ وائل جي ٺهڻ جو مکيه مرڪز هو. ريشم مان تيار ٿيل شين ۽ چمڙي جي ڪم جي غير معمولي ڪاريگريءَ لاءِ پڻ ٺٽو بيحد مشهور هو. ٺٽو سنڌ ۾ تيار ٿيندڙ شين ڪپڙي، چمڙي جي سامان، نير، شوري ۽ چانورن، کنڊ، مکڻ ۽ لوڻ جو مکيه مرڪز هو. 'آئين اڪبري' ۾ آيل آهي ته ٺٽو هڪ نهايت آباد بندر هو، جنهن ۾ ننڍيون وڏيون اٽڪل چاليهه هزار ٻيڙيون هونديون هيون. هندستان جي ٻين مکيه مارڪيٽن- ملتان ۽ لاهور، آگري ۽ احمد آباد سان ٺٽي جا گهاٽا واپاري لاڳاپا هوندا هئا ۽ ان جو واپار الهندي ڪناري تي گوئا، ڪئمبي ديو ۽ سورت ۽ ڏکڻ ۾ ملبار جي مکيه بندرن سان هلندو هو. ٺٽي جو واپار رڳو هندستان تائين محدود ڪين هو، پر ايران، افغانستان، وچ ايشيا ۽ اولهه يورپ سان پڻ وڏي پيماني تي واپاري مٽا سٽا هلندڙ هئي.

ٺٽي ۾ ڪورين جا اٽڪل ٽي هزار خاندان هئا، جيڪي چونڪڙيءَ تي اڄيل ڪپڙو (ڪيس) ٺاهيندا هئا، جيڪو ترڪي ۽ ايران ۾ گهڻي پئماني تي وڪامندو هيو. هتان جا واپاري ان کي ڪانگو (ايران جو ڪانگن بندر) ۽ بصري جي بندرن ڏانهن موڪليندا هئا. مانريق (مانرڇ) پورچوگيز سياح، جنهن ٺٽي ۾ مهينو کن گذاريو، سوئٽي کي سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ٿو سڏي ۽ چوي ٿو ته "ٺٽو هڪ وڏو صنعتي مرڪز ۽ مکيه بندر هو جتي هميشه جهازن جون قطارون بيٺيون هونديون هيون. اهي جهاز هر ڪنهن قسم جو سامان ايشيا ۽ پورچوگال جي مختلف حصن ڏانهن کڻي ويندا هئا." منوڪي لکي ٿو ته: "ٺٽي ۾ عاليشان سفيد ڪپڙو، ٿلهو ڪپڙو ۽ ٻين قسمن جو چريل ڪپڙو گهڻي تعداد ۾ تيار ٿئي ٿو منجهس چمڙو به ڪافي ٿئي ٿو جو عربستان ۽ ايران ڏانهن برآمد ڪيو ويچي ٿو."

ٺٽو آڳاٽي وقت ۾ عاليشان شهر هو، جنهن جي آدمشماري پڻ تمام گهڻي هئي. هن شهر ۾ دولت جي فراواني هئي. زرخيز زمينون هيون ۽ هيءُ شهر ملڪان ملڪ هلندڙ واپار، عاليشان صنعتن جو مرڪز هو ۽ جنهن ۾ بي شمار درسگاهون ۽ عالم فاضل شخص هئا. ٺٽو ڏکڻ سنڌ جي ڪيترن گهراڻن، سمن ۽ سومرن، ترخانن ۽ ڪلهوڙن جي حڪومتن جي گاديءَ جو هنڌ هو. پر سترهين صديءَ جي آخري ڏهاڪن ۾ ٺٽي جو ستارو بدلجڻ لڳو ۽ ٺٽو عرش تان اچي فرش تي پيو ۽ هن شهر جو زوال شروع ٿيو. انهيءَ زوال کي مڪمل ٿيڻ ۾ ڏيڍ سئو ورهيه لڳي ويا. جڏهن انگريزن جي ڪوٺي بند ٿي وئي، تڏهن کان اٽڪل 25 سالن تائين تاريخي رڪارڊ ۾ هڪ وڏو خال نظر اچي ٿو. پر ڏسڻ ۾ ائين اچي ٿو ته ٺٽي جو زوال جاري رهيو ۽ انهيءَ ڪري واپار جا نوان مرڪز جهڙوڪ: ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور اُسرڻ لڳا. جڏهن انگريز سياسي ايلچين اوڻهين صديءَ جي پهرئين اڌ ۾ ٺٽي ۾ قدم رکيو، تڏهن شهر جي حالت رحم جوڳي ڏٺائون. هن شهر جو اڳيون سمورو شان ۽ شوڪت مٽيءَ ۾ ملي ويو هو ۽ شهر جي اڳوڻي تاريخي عظمت ناس ٿي چڪي هئي ۽ سڄو شهر ويران ۽ اداس حالت کي پهتل هو. جنهن جو نظارو ڏاڍو دکدائڪ هو.

برٽن (1851ع) لکي ٿو ته: ”ٺٽو جيڪو صحيح معنيٰ ۾ ڪيترن ئي عاليشان نظارن جو شهر آهي. ڏکڻ سنڌ جو هي تختگاهه پنهنجي ڪماليت تان ڏهي زواليت تي اچي پهتو آهي. جتي اڳي آدمشماري ٻه سئو اسي هزار [2 لک 80 هزار] ماڻهن جي هوندي هئي، سا گهٽجي اچي پنجن هزارن تي پهتي آهي. اڳي سندس گهيرو ٽيهن ميلن تائين هو پر هاڻ گهٽجي اچي ڏهن ميلن تي بيٺو آهي. سندس پنج هزار آڏاڻن مان جن ۾: سڄي وچ ايشيا جون مشهور معروف شالون ۽ ٻيو ريشمي سامان تيار ٿيندو هو، باقي ڪي ڏِڙن ڪن وڃي بچيا آهن ۽ سندس چئن سون ڪاليجن مان هڪ به باقي نه بچيو آهي.“

ٺٽي ڪانپوءِ ان دور ۾ نصرپور به سنڌ جي اهم شهرن ۾ ليکيو ويندو هو. سلطان فيروز شاهه تغلق، دهليءَ جي شهنشاهه جڏهن سنڌ کي 1316ع-1362ع ۾ پوريءَ طرح فتح ڪري ورتو تڏهن سنڌ جي حڪومت جون واڳون پنهنجي هڪ نائب نصير خان کي سونپي، پاڻ دهليءَ موٽي ويو. ڊي ائنول جي چوڻ موجب: نصرپور جو شهر انهيءَ نصير خان، سنڌو درياهه جي هڪ شاخ سانگڙا جي ڪپ تي ٻڌايو هو. نصرپور لاءِ چيو وڃي ٿو ته هي شهر هڪ سهڻو شهر هو، جنهن جي پسگردائيءَ ۾ عاليشان باغ، وڻندڙ چمن ۽ تفريح جون ڪيتريون ئي جايون هونديون هيون. ترخانن ان کي سڌارڻ ۽ سينگارڻ ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏي ۽ انهن جي دور ۾ سندس شان شوڪت ڪافي وڌيو.

سترهين صديءَ ۾ هيءُ هڪ وڏو ۽ آباد شهر بڻجي ويو هو ۽ ڪپڙي جي صنعت جو وڏو مرڪز هو خاص ڪري هرڪ، بافتو ۽ سوسين جا ڪپڙا سٺا تيار ٿيندا هئا. هيءُ شهر ملڪ جي مکيه شهر ٺٽي سان برابري ڪندڙ شهر هو ۽ انگريزن جڏهن پهرين ڪوٺي سنڌ ۾ کولي، تڏهن ان جي هڪ زبردست آفيس نصرپور ۾ به کوليائون ۽ اتي هڪ دائمي ريزيڊنٽ پڻ مقرر ڪيائون.

نصرپور جي زوال جي صحيح تاريخ جو پورو پتو نه پئجي سگهيو آهي، پر ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته درياهه جي وهڪري بدلائڻ ڪري هي شهر ڦٽي ويو ۽ انگريزن جي اچڻ وقت ڦٽي باقي وڃي هڪ ننڍي ڳوٺ جي شڪل ورتي هئائين.

نصرپور ڪانپوءِ سيوهڻ ان وقت سنڌ جي اهم شهرن مان هڪ هو. سيوهڻ تمام قديم شهر آهي. سڪندر اعظم جي 326 ق.م سنڌ ۾ اچڻ ۽ فتح ڪرڻ کان اڳ به سيوهڻ شهر موجود هو سنڌو درياهه جي ساڄي ڪپ تي، کيرٿر جبل جي مٿاهين هنڌ تي سنڌ جي هڪ زرخيز علائقي ۾ سيوهڻ جو شهر مشهور شهر هو ۽ وچ سنڌ جي لاءِ هڪ وڏي مارڪيٽ هو. ڪنهن وقت سنڌ جو تختگاهه هو ۽ هندو راجائن جي وقت ۾ هڪ آباد ۽ وسيل شهر هو. سترهين صديءَ جي انگريزي ڪوٺيءَ وارن جا، سيوهڻ جي واپاري اهميت بابت بيان خاص دلچسپي رکن ٿا. هن شهر ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي هڪ زبردست آفيس هوندي هئي، جنهن تي هڪ دائمي آفيسر مقرر ڪيل هو. هو لکن ٿا ته: ”سيوهڻ درياهه جي ڪپ تي ٻڌل هڪ شهر آهي. سڀ کان مکيه شيءِ جيڪا ان شهر ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ تيار ٿئي ٿي، سا آهي نيرُ جيڪو ڏسڻ ۾ بيانا ۾ ٺهندڙ نير جهڙو ئي آهي، پر ايترو سٺو نه آهي. اٽڪل هڪ هزار ڪورين جا ڪٽنب هن شهر ۾ رهن ٿا، جيڪي بهترين قسم جو بافتو تيار ڪن ٿا.“

ڊاڪٽر ڪينيڊي چوي ٿو ته: ”سيوهڻ جا ڦٽل آثار قديم زماني جا اهم ترين يادگار آهن. ميلن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل ٽٽل مسجدون ۽ مقبرا هن شهر جي قديم عظمت جي ثابتي ڏين ٿا.“ چيو وڃي ٿو ته ڪلهوڙن هن شهر کي تباهه ڪيو هو، پر ڏسجي ٿو ته ان جي شان ۽ آسودگيءَ جا تڏهن به ڪجهه نشان باقي هئا. ٽالپرن جي دور ۾ ان جو زوال تڪڙو تڪڙو ٿيڻ لڳو ۽ سيوهڻ جي انهيءَ زوال ۾ درياهه جي بدلجندڙ وهڪري جو به گهٽ اثر نه هو. جڏهن سنڌ انگريزن جي هٿن ۾ اچي وئي، تڏهن سيوهڻ فقط هڪ رواجي شهر هو. جنهن جي آدمشماري ٻه هزار مس هئي.

**بکر، روهڙي ۽ سکر:** درياهه جي ڪنارن تي ٻڌل ٽنهي شهرن جي بنياد پوڻ جي به صحيح تاريخ جيتوڻيڪ نه ملي سگهي آهي. پر جڏهن ڏهين صديءَ ۾ ’ابن دردازبا‘ پنهنجو ڪتاب ’رستن ۽ بادشاهتن جو ڪتاب‘ تصنيف ڪيو تڏهن ان روهڙي ۽ سکر جي وچ ۾ بکر شهر کي موجود ڏيکاريو آهي. جڏهن ابن بطوطه سنڌ ۾ آيو، تڏهن بکر کي هڪ سهڻي شهر طور ڏٺائين. جنهن وچان سنڌو درياهه جي هڪ ڪاري ٿي لنگهي. بکر ڪيتري وقت تائين اتر سنڌ جو تختگاهه ۽ وڏي مارڪيٽ هو ۽ اتر هندستان ۽ وچ ايشيا سان اهم واپاري لنگهه طور انتهائي اهميت وارو هو. سکر ۽ روهڙي سندس ثانوي ننڍڙا شهر هئا ۽ ٻنهي شهرن کي گهڻي ڀاڱي بکر جي آسودي ۽ آباد حالت جي ڪري اهميت ملي.

سترهين صديءَ جي شروعات ۾ بکر، روهڙي ۽ سکر درياهه جي ڪناري تي هجڻ ڪري ۽ سياسي ۽ تجارتي اهميت جي ڪري ضرور مکيه شهر هوندا. پورچوگيز سيلاني مارنڪ لکي ٿو ته: "اتر سنڌ جو مکيه شهر بکر هڪ سهڻو شهر هو. جنهن جي چوڌاري باغ ۽ باغيچا هئا. سندس بازار هر ڪنهن قسم جي مال سان ڀرپور هئي. حقيقت ۾ بکر، سکر ۽ روهڙيءَ واري ٽڪري کي سنڌ جو چمن ڪري ڪوٺيندا آهن." اهي شهر اڄ تائين موجود آهن پر ٽالپرن جي دؤر ۾ سندن اها آسودگي ختم ٿي وئي. بکر جي بدران اتر سنڌ جي مکيه شهر ۽ واپاري مرڪز جي حيثيت شڪارپور کي حاصل ٿي.

**ٻيا شهر:** ڪنڊيارو، درٻيلو، گنبٽ، بوبڪ ۽ سن ان وقت ۾ سنڌ جا اهم صنعتي شهر هئا. هي شهر يا ته درياهه جي ڪناري تي هئا، يا درياهه جي ويجهو ٻڌل هئا. هي شهر جيتوڻيڪ ننڍا هئا، تڏهن به پرڳڻي جي معاشي زندگيءَ ۾ چڱو حصو ورتائون. ڪنڊياري، درٻيلي ۽ گنبٽ ۾ سنهو سوٽي ڪپڙو تيار ٿيندو هو. جنهن جا ڪي نمونا ته نصرپور کان به سٺا ٿيندا هئا. بوبڪ، سن ۽ سيوهڻ نير ناهڻ جا مکيه مرڪز هئا. اهي شهر جيتوڻيڪ ننڍا هئا، تڏهن به يورپي واپارين کي انهن تي ڌيان ڏيڻو پيو ۽ اهو اڪثر انهن شهرن ۾ خريداري يا وڪرو ڪرڻ لاءِ پنهنجي گماشتن کي پيا موڪليندا هئا. جيستائين سندن صنعتون ترقيءَ تي هيون، تيئن شهر به وسيل ۽ آباد هئا. پر ارڙهين صديءَ جي وچ ڌاري سڄي سنڌ جي اقتصادي حالتن تي زوال اچي ڪڙڪيو ۽ انهيءَ اهي شهر زوال پذير ٿي ويا. اڄ تائين اهي شهر موجود آهن، پر انهن مان اڳوڻي دولت ۽ اهميت موڪلائي وئي آهي.

**ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي پوين ڏينهن ۾ سنڌ جا اهم واپاري ۽ صنعتي مرڪز:** ارڙهين صديءَ جي وچ ڌاري اڪثر ماڻهو ۽ واپاري پراڻن شهرن مان نڪري نون شهرن ۾ گڏ ٿيڻ لڳا. شڪارپور، حيدرآباد، ڪراچي، خيرپور، لاڙڪاڻو، ميرپور ۽ ٻيا شهر جڏهن اسريا، تڏهن پراڻا شهر ڦٽندا ويا. انهن شهرن جي بنياد، اوسر ۽ واڌاري جي مغلن ۽ اوائلي ڪلهوڙن جي دور جي اهم شهرن سان ڀيٽ ڪري سگهجي ٿي.

**شڪارپور:** شڪارپور جو بنياد 1026هه/ 1217ع ۾ اتر سنڌ جي حڪمرانن دائودپوٽن وڌو. هن شهر جي جاگرافيائي بيهڪ بولان لڪ جي ڏکڻ ۾ آهي، ان ڪري قلات ۽ افغانستان کان آمد رفت نهايت سولي هئي ۽ ٿوري ئي وقت ۾ هيءُ شهر خراسان ۽ وچ ايشيا سان خشڪيءَ رستي واپار جو وڏو مرڪز بنجي پيو. هڪ زرخيز علائقي جي وچ ۾ هجڻ ڪري، اتر سنڌ ۾ هن عرصي جي پوئين دؤر ۾ وڏو واپاري مرڪز بنجي پيو. هندستان جي اتر ۽ اولهه جي واپارين کي شڪارپور مان لنگهڻو پوندو هو انهيءَ ڪري سنڌو درياهه کان پريرو بيٺل هيءُ شهر هڪ اهم واپاري مرڪز بنجي پيو. سنڌ جي ٻين شهرن وانگر هن شهر جي اهميت ان ڪري به هئي ته شڪارپور جي ماڻهن جي، ٻئنڪن جي ڏيتي ليتي سموري هندستان کان وٺي وچ ايشيا ۽ ڪئسپين سمنڊ تائين هلندي هئي. جڏهن اوڻيهين صديءَ جي اوائل ۾ انگريزن شڪارپور کي ڏٺو تڏهن شڪارپور کي قديم تصور نه ڪيو ويندو هو جيتوڻيڪ هن شهر جي پسگردائيءَ ۾ ڪيترا اهڙا شهر هئا. (جهڙوڪ: الور، بکر، سکر روهڙي ۽ لکي) جن کان هي شهر وڌيڪ سڪيو ستابو هو. شڪارپور جي آسودگي 1715ع کان شروع ٿئي ٿي. شڪارپور جو شهر ٺٽي، نصرپور يا سيوهڻ وغيره جهڙن شهرن جي بلندين تي پهتل هو ۽ سنڌ جو پئرس سڏبو هو.

**حيدرآباد:** جڏهن سڪندراعظم سنڌ مان لنگهندي واپس موٽ ڪاٽي تڏهن ان وقت لاءِ چيو وڃي ٿو ته هو هڪ ننڍي قديم قلعي 'نيرون' ۾ ٿورو وقت ترسيو هو. انهيءَ قلعي واري هنڌ تي جنهن قلعي ڀرين ڀرين مسلمانن جي آڻ مڃي هئي. ان ساڳي جاءِ يا قلعي مٿان ڪلهوڙا حاڪم ميان غلام شاهه نئون قلعو اڏائي سن 1782ع ۾ حيدرآباد جي نالي سان هڪ نئون شهر ٻڌايو *(نوٽ: جديد تحقيق نيرن ڪوٽ حيدرآباد کي نه، پر رنيڪوٽ کي قرار ڏنو آهي. ايڊيٽر)* ان وقت تائين ٺٽي جي اهميت ختم ٿي وئي هئي ۽ ان جي جاءِ وري حيدرآباد ورتي. حيدرآباد کي سنڌ جو تختگاهه بنايو ويو ۽ ڪلهوڙن کان پوءِ ٽالپرن جي حڪومت جو صدر مقام به حيدرآباد ئي رهيو. پر تڏهن به حيدرآباد کي ٺٽي جهڙو اوج ڪنهن به وقت حاصل نه ٿي سگهيو. هيءُ شهر گنجي ٽڪر تي اڏيل هو. ان جي آسپاس زرخيز زمينون هيون. هڪ پاسي ٽن ميلن جي پنڌ تي درياهه هو ته ٻئي پاسي ۾ مدامي وهندڙ واهه ڦليلي هو. ان ڪري جلد ئي سنڌ ملڪ جو مکيه شهر بنجي ويو. هتان مکيه واپاري رستا ڦٽي ٿي نڪتا ۽ ان ڪري ملڪ جي مکيه واپاري مرڪزن سان خشڪيءَ رستي ڳنڍيل هو. هتي شاندار ريشمي ۽ سوٽي ڪپڙو تيار ٿيندو هو. خاص ڪري هتي هٿيار سٺا ٿيندا هئا. ٽوپيءَ واريون بندوقون، تلوارون ۽ خنجر ناهڻ جا ته هتي نامور ڪاريگر رهندا هئا. جيڪي ڪنهن به طرح يورپ جي ٺهيل هٿيارن کان گهٽ هٿيار ڪونه ناهيندا هئا. شهر جي خاص اهميت رڳو انهيءَ ڪري هئي جو هتي ڪلهوڙا حاڪمن جو حڪومتي تختگاهه هو ۽ آسپاس جي علائقن ڏانهن واپار جو سامان پڻ هتان روانو ٿيندو هو. هتي اهم درياهي بندر 'گدو بندر' ۽ 'ڪوٽڙي بندر' هئا. انگريزن جي سنڌ تي قبضي وقت حيدرآباد جي آدمشماري 42000 ڪن هئي.

**ڪراچي:** ڪراچي، ڪلاچيءَ لفظ مان نڪتل آهي. چيو وڃي ٿو ته اتي پسگردائيءَ ۾ ان نالي سان مهاڻن جو هڪ ڳوٺڙو هو. شهر جي اهميت اڳتي هلي سامونڊي بندر سبب ٿي. مؤرخن مطابق ڪراچيءَ کي ان وقت پنهنجي ڪا به نمائنده حيثيت يا اهميت ڪانه هئي، پر ان هوندي به ڪڇ، ڪاٺياواڙ، بمبئي ۽ ملبار جي بندرن، بندر عباس ۽ زنجبار سان هن شهر جو ڪافي واپار هلندو هو. هتي ڪيترن هندو واپارين جا گماشتا رهندا هئا ۽ سندن آفيسون شڪارپور، بهاولپور، ملتان، مانڊوي، بمبئي، مسقط، بحرين، هرات، ڪابل ۽ قنڌار ۾ هونديون هيون.

**ٻيا شهر:** سنڌ ۾ ان وقت ڪي ٻيا به ننڍا شهر هئا. جهڙوڪ: خيرپور، گمبٽ، لاڙڪاڻو ميرپور، راڻيپور، سن. پر اهي سمورا سواءِ خيرپور، لاڙڪاڻي ۽ ميرپور جي ننڍا هئا. اهي فقط ٿورا وڏيرڙا ڳوٺ هئا. **خيرپور** جي آدمشماري 15000 هئي ۽ هتي رهندڙن مان اڪثر ماڻهو ڪپڙي اُٽڻ ۽ رڱڻ جو ڌنڌو ڪندا هئا. ڪپڙي جا ڪيترائي قسم تيار ٿيندا هئا.

اتر سنڌ جي ميرن جي صدر مقام هجڻ ڪري هن شهر کي ڪافي اهميت ملي وئي. اليگزينڊر برنس جي چوڻ مطابق لاڙڪاڻي جي آدمشماري 12000 هئي. هي شهر ملڪ جي زرخيز علائقي جي وچ تي ٻڌل هو ۽ سنڌ جي اناج جي هڪ مکيه مارڪيٽ هو. سُٽ ۽ ريشم جو بہ ڪجھ سامان هتي ٺهندو هو. ميرپور جي آدمشماري ڏھ هزار کن هئي ۽ سنڌ جي ننڍن ۽ ڪمزور ترين ميرن جي رهائشگاهہ هو. پسگردائيءَ جون زمينون ڪافي ڀليون ۽ چڱيءَ طرح پوکيون وينديون هيون. پرڪيچ ۽ سنڌ جي وچ ۾ آمدرفت جي رستي تي هجڻ ڪري خاص اهميت حاصل هئي. راڻيپور ۾ ڪپڙي تيار ڪرڻ جا ننڍا مرڪز هئا. گنبٽ انهن کان ڪنهن قدر گهٽ اهميت رکندڙ هو. پراڻا شهر، جيڪي مغلن ۽ ڪلهوڙن جي اوائلي دؤر ۾ هئا، سي ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دؤر جي نون شهرن جي مقابلي ۾ وڌيڪ سکيا ۽ وڏا، وڌيڪ آباد ۽ وسيل، واپار ۽ تجارت جا وڌيڪ وڏا مرڪز هئا. شروعاتي شهرن، ان دؤر ۾ نہ رڳو سنڌ لاءِ پنهنجي معاشي تاريخ ۾ بلڪ هندستان ۽ پوري مشرق ۾ هڪ خاص مقام حاصل ڪيو. ٺٽو ڏکڻ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ، جڏهن پنهنجي اوج تي هو، تڏهن ننڍي کنڊ جي اول درجي جي شهرن ۾ شمار ٿيندو هو. حقيقت ۾ انگريزن جي فتح تائين پوري هڪ صديءَ ۾ اهڙو هڪڙو شهر بہ نہ هو جو ٺٽي سان پکيڙ ۽ آدمشماريءَ ۾ نصرپور سان صنعت ۽ سونهن ۾ ۽ لاهري بندر سان بحري ڪارنامن ۾ مٽ ٿي سگهي. جن پراڻن شهرن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، انهن جون پاڙون صنعت ۽ واپار جي لحاظ کان نهايت پختيون هيون، پر ٽالپرن ۽ ڪلهوڙن جي پوين ڏينهن ۾ نوان شهر بجاءِ ترقيءَ جي ڦٽي وڃڻ جا ڪي خاص سبب هئا. ان هوندي بہ مجموعي طرح ڏسبو تہ سيني جو سبب ملڪ جو مجموعي تنزل هو ۽ جيڪي سبب قديم شهرن جي زوال لاءِ جوابدار هئا، سي نون شهرجي اؤسر ۽ ترقيءَ لاءِ ڪنهن بہ طرح فائديمند بلڪل نہ هئا.

## سنڌ جون صنعتون

مغلن ۽ اوائلي ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ ڪيتريون ئي صنعتون قائم هيون، جهڙوڪ: ڪپڙي ۽ پرت جو ڪم، چمڙو ۽ رڳاوت، عاج تي نقاشي ۽ ڪاشيءَ جو ڪم، مڇي ۽ ڪيرمان تيار ٿيندڙ شيون. مختلف قسم جو ٿلهو توڙي سنهو خاص سُٽ يا اُن ۽ ريشم سان گڏيل سوٽي ڪپڙو وغيره، هيون صنعتون بہ سنڌ جي معاشي زندگيءَ ۾ اهم هيون ۽ انهن ۾ هن شهرجي آدمشماريءَ جو چڱو حصو مشغول رهندو هو. پر ان کان هڪ صدي پوءِ اقتصادي حالتن ۾ جمود اچي ويو ۽ سڄي سنڌ ۾ واپار ۽ تجارت سيئي زوال جو شڪار ٿي ويا.

**ڪپڙي جي صنعت 'سوٽي ڪپڙو':** سنڌ سوٽي ڪپڙي جو گهر هئي ۽ ڪافي وقت سنڌ جي ڪپڙي جو سڄي دنيا ۾ نالو پيو ڳائبو هو. تمام قديم وقتن کان سنڌ جو ڪپڙو مکيه برآمد ٿيندڙ شين مان هڪ هو. سياحن ۽ تاريخ نويسن اُن جي بهترين خاصيتن جو ذڪر ڪيو آهي. خاص ڪري سترهين صديءَ ۾ جڏهن يورپي واپارين، پورچوگيزن، انگريزن ۽ ڊچن ڪپڙي جو واپار ڪرڻ لاءِ سنڌ ۾ پنهنجون ڪوٺيون قائم ڪيون.

مغلن ۽ اوائلي ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ سنڌ، هند- سنڌ جي ڪپڙي جي صنعت جي اهم ترين مرڪزن مان هڪ هئي. ان وقت هتي ٺهندڙ سوٽي ڪپڙي جي ڪيترن نمونن ۾ قابل ذڪر هي آهن: هرڪ، سادو ۽ ڇريل، سنهو ۽ ٿلهو بافتو وغيره. انهن کانسواءِ عاليشان ڇيٽون ۽ ململيون، سوسيون، گربيون يا لونگيون، گيگم، حلواڻ، ڪيس، چنبيون، ٽسر سوڙيون ۽ پٽراٽيون، اجرڪون ۽ بيو سادو ڪپڙو بہ تيار ٿيندو هو. انهيءَ دؤر ۾ سنڌ اندر عاليشان قسم جي ڪپهہ پيدا ٿيندي هئي ۽ انهيءَ ڪپهہ جو وڏو حصو سنڌ صرف پنهنجي ئي ڪپڙي تيار ڪرڻ ۾ صرف ڪندي هئي. سنڌ اندر ٿلهيءَ توڙي سنهيءَ تند وارو سٽ بہ ڪتيو ويندو هو. ڪپڙي لاءِ ڪم ايندڙ ڪيترائي رنگ ۽ خاص ڪري نير سنڌ ۾ ئي پيدا ڪيو ويندو هو. اهو نير سوٽي ڪپڙي جي رڱڻ ۽ ڇرائيءَ لاءِ عام طرح استعمال ڪيو ويندو هو. اهو ڪپڙو ان وقت هرهنڌ ڏاڍو مقبول هو.

ان دؤر جي سمورن سياحن ۽ سياسي ايلچين سنڌ جي سوٽي ڪپڙي جي بهتر ڳڻن جي ساک ڀري آهي. ان ڏس ۾ سترهين صديءَ جي واپاري ايجنٽن جا بيان موجود آهن. جيڪي ٻڌائين ٿا تہ سنڌ اندر ٺهندڙ سوٽي ڪپڙي ۾ ڪم ايندڙ سٽ 'هڪ ساريڪو ڪتيل' هو ۽ ڪپڙو اوچو 'گهاٽو ۽ سهڻو' هوندو هو. ايتري قدر جو ان کي سڄي مشرق ۾ تيار ٿيندڙ مالها جو 'گل' سمجهيو ويندو هو ۽ انهيءَ کي ٻئي هر ڪپڙي کان ترجيح ڏني ويندي هئي. سنڌ ۾ تيار ٿيندڙ ڪپڙي جي خاصيت اهڙي عمدي ۽ عاليشان هوندي هئي، جو 'ٽيونات' ٺٽي جي ڪاريگرن کي 'نهايت هنرمند ڪاريگرن' جو خطاب ڏنو. هئملٽن لکي ٿو تہ: سنڌ جو سوٽي ڪپڙو هڪ سادي ڊزائين وارو نهايت لسائيءَ سان اُڻيل هوندو هو ۽ اُن جون جُوڙيون نہ رڳو 'نرم' ۽ 'نفيس' هيون، پر بين هنڌن جي جوڙين کان وڌيڪ جٽادار پڻ هيون." سنڌ ۾ ان وقت ڪپڙي جا عاليشان نمونا تيار ٿيندا هئا ۽ انهن جون قيمتون بہ مناسب هونديون هيون. انگريز واپاري ايجنٽ سنڌ جي ڪپڙي جي سستن اگهن جا ڪيترائي حوالا ڏنا آهن ۽ سنڌ جي ڪپڙي کي خاصيت ۽ قيمت جي لحاظ کان وڌيڪ سستو سڏين ٿا.

انهن ڳالهين جي بنياد تي سترهين ۽ اوائلي ارڙهين صديءَ ڌاري سنڌ جو ڪپڙو هندستان، اولهہ ايشيا ۽ يورپ ۾ ڏاڍو مقبول هو ۽ اتي جي مارڪيٽن ۾ ان جي ڪافي طلب هئي. يورپي واپاري، پورچوگيز، انگريز ۽ ڊچ پنهنجي ملڪن جي مارڪيٽن لاءِ بي انداز ڪپڙو ڪٺي ويندا هئا ۽ جنهنڪري سنڌ بخت کلي پيا ۽ خزانا ڪٺي ميڙيائون. جيئن تہ سنڌ جو مال بين هنڌن جي مال کان وڌيڪ ڪارائتو هجڻ ڪري پسند ڪيو ويندو هو، انهيءَ ڪري ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي سنڌ وارن ايجنٽن کي حڪم مليل هو تہ سڄي ملڪ جي مال جي رسد کي هٿ ڪن ۽ فوري طلب جي خيال کان پاڻ وٽ مال جو ڪافي ذخيرو گڏ ڪري رکن. سنڌ اندر ڪپڙو نہ رڳو عاليشان قسم جو تيار ٿيندو هو پر ان جي پيداوار جو مقدار بہ ڪافي گهڻو هوندو هو. سترهين ۽ اوائلي ارڙهين صديءَ ۾ سنڌ ۾ ڪپڙي تيار

ٺٽڻ جا ڪيترائي مرڪز هئا، جتي تمام گهڻو ڪپڙو تيار ڪيو ويندو هو. انهن مان مکيه مرڪز ٺٽو، نصرپور ۽ سيوهڻ هئا. ننڍا ننڍا ڪيترائي مرڪز هئا، جن ۾ مکيه: ڪنڊيارو ۽ درٻيلو بکر ۽ سکر، روهڙي، گنبٽ، بوبڪ ۽ سن هئا، جتي پڻ چڱي تعداد ۾ ڪپڙو تيار ٿيندو هو جيڪو هندستاني ۽ پرڏيهي واپاري اچي خريد ڪندا هئا. ٺٽي شهر ۾ به ڪپڙي جي ڌنڌي ۾ رڌل ڪورين ۽ ٻين ماڻهن جو تعداد ڪافي گهڻو هو.

انگريز ايجنٽ لکن ٿا ته "نصرپور به ٺٽي جيترو ئي شهر هو ۽ ڪپڙي جو اهم ترين مرڪز هو ۽ منجهس اٽڪل ڪورين جا ٽي هزار ڪٽنب آباد هئا. ان ڪانپوءِ سيوهڻ به ڪپڙي تيار ٿيڻ جو هڪ مکيه مرڪز هو ۽ ان ۾ اٽڪل هڪ هزار ڪورين جا ڪٽنب آباد هئا". انهيءَ طرح انهن ٽن شهرن، ٺٽي، نصرپور ۽ سيوهڻ ۾ اٽڪل ست هزار ڪٽنب گهڻي مقدار ۾ ڪيترن قسمن جي ڪپڙي تيار ڪرڻ ۾ مشغول هوندا هئا. سنڌ ۾ ڪپڙي جي صنعت ۾ مجموعي طرح اٽڪل هڪ لک پورهيت ڪم ڪندا هئا.

**ريشم جي صنعت:** سترهين ۽ اوائلي ارڙهين صديءَ ڌاري سنڌ ۾ ريشمي ڪپڙي جي صنعت اوج تي هئي، جن ڏينهن ۾ ٺٽو عروج تي هو. ان وقت سنڌ ۾ عاليشان ۽ دلڪش ريشمي لونگيون به تيار ٿينديون هيون، جن ۾ تاجي ريشمي هوندي هئي ۽ پيٽو وري سٽ جو ڪتب آندو ويندو هو. سنڌ توڙي هندستان جي ڪپڙي ڪي گلوبند، دستارن ۽ واسڪوٽين طور استعمال ڪندا هئا. سنڌ جون لونگيون پرڏيهي مارڪيٽن ۾ ڪچي وينديون هيون، جتي انهن جي گهڻي کپت هئي. انهيءَ صنعت لاءِ ڪچو ريشم چين، ايران ۽ ترڪستان مان درآمد ڪيو ويندو هو. ريشمي ڪپڙي تي سون ۽ چانديءَ جي ڌاڳن سان عاليشان پرت پريو ويندو هو. جنهن کي 'چمڪدوزي يا ڪيمخواب' سڏيو ويندو هو. اهڙو به وقت هو جڏهن شالن، چوغن، ٽوپين، ٻارن جي شلوارن، زنانن لباسن ۽ وهاڻن تي سون چاندي ۽ ريشم سان پرت ٿيل سامان جي مارڪيٽ ۾ اهميت هوندي هئي.

**اوني ڪپڙي جي صنعت:** سنڌ کي پنهنجي اوني ڪپڙي جي صنعت به هئي. البت ٻاهرين ملڪن جي مارڪيٽ ۾ هتي جي اوني ڪپڙن جي ايڏي طلب نه هئي. مقامي طرح ٺهندڙ اوني مال ۾ گهڻو ڪري غاليچا، ڪمبل، ڪتا ۽ اوني ڪرسٽ تيار ٿيندا هئا. سوٽي ۽ ريشمي ڪپڙي وانگر اوني ڪپڙي جي صنعت به سنڌ جي قديم صنعتن مان هڪ آهي. سنڌ ۾ اُن تمام گهڻي ۽ عمدي قسم جي پيدا ٿيندي هئي. هتي جتي ڪتي رڍون جام هيون ۽ خاص ڪري ايرندي طرف ٿرجي رڻ ۽ الهندي طرف ڪيرٿر جبلن جي لاهين تي رڍون تمام گهڻي تعداد ۾ هيون. ان ڪانسواءِ ٻڪريءَ جي وارن (ڌاس) مان به ڪيتريون شيون تيار ٿينديون هيون. جهڙوڪ: تلها ڪمبل، جن کي 'خرزين' چيو ويندو هو ۽ 'خرزينون' جن کي جانورن تي اناج ڪڍڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو اهي خرزينون گهڻو ڪري ڪاري يا ناسي رنگ جون ٿينديون هيون ۽ نهايت پائدار ۽ مضبوط هونديون هيون.

**ڪپڙي جي صنعت جو زوال:** ارڙهين صديءَ جي وچ ڌاري سنڌ جي ڪپڙي خاص ڪري سوٽي ۽ ريشمي ڪپڙي جي گهرج ۾ ڪافي گهٽتائي اچي وئي. انهن جا ڪيترائي اندروني توڙي ٻاهريان سبب هئا. انگلنڊ ۾ تجارتي پاليسي ۽ صنعتي طور طريقن ۾ انقلاب اچڻ ڪري ڪپڙي جي صنعت ڪافي ترقي ڪري چڪي هئي. سنڌ ملڪ ۾ اندروني طرح سياسي بدامني، بي آرامي ۽ ٻاهريان حملا، سنڌ جي حاڪمن جي حڪومت جي بدانتظامي، ماڻهن تي خوامخواه جون ڳريون ڍلون ۽ محصول وجهڻ، مقامي اميرائي دؤر جو خاتمو، زراعت جو زوال، اهي ۽ ٻيا ڪيترائي سبب سنڌ جي ڪپڙي جي اهم صنعت جي زوال لاءِ جوابدار هئا. نتيجو اهو نڪتو جو تيار ٿيندڙ ڪپڙو بناوت ۽ خاصيت جي لحاظ کان ڪِرندو ويو. اهڙيءَ طرح سنڌ جا مشهور ڪپڙا، جن لاءِ هونئن ڪنهن وقت ٻاهرين مارڪيٽن ۾ بيحد طلب هوندي هئي، سي بنهه استعمال مان نڪري ويا ۽ خاص ڪري يورپ ۽ ٻين پرڏيهي مارڪيٽن ۾ انهن جي ڪا به طلب باقي نه رهي.

انگلنڊ جي صنعتي انقلاب اچڻ کان پوءِ سنڌ جي بدران انگلنڊ جو تيار ٿيندڙ ڪپڙو وڪامڻ لڳو. جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن تيئن حالت بگڙجندي وئي ۽ جڏهن انگريزن سنڌ کي انگريزي سلطنت سان ملائي ڇڏيو، تڏهن سنڌ ۾ سندس مشهور معروف ڪپڙي جو نالو نشان به نه هو. 1837ع ۾ اليگزينڊر برنس لکيو آهي ته "ٺٽي ۾ هزارين ڪوري هوندا هئا، جيڪي ٻاهران درآمد ٿيل ڪچي مال مان عاليشان ۽ قيمتي ڪپڙا ٺاهيندا هئا، انهن جا ڪي نشان وڃي رهيا هئا". برنس به افسوس ڪندي لکي ٿو ته: "ٺٽي ۾ جيڪي پنج هزار آڏاڻا هئا، جن ۾ سڄي وچ ايشيا ۾ مشهور معروف شالون ۽ لونگيون ٺهنديون هيون، انهن مان فقط ڪوڏرن کن مس وڃي بچيو آهي."

**نير:** سترهين صديءَ ۾ سنڌ جي ٻي مکيه صنعت هئي نير. يورپ توڙي ايشيا جي ملڪن ۾ نير جي گهڻي مارڪيٽ هئي. انهيءَ ڪري يورپي واپاري هندستان ۾ نير تيار ٿيڻ جي مکيه مرڪزن کي ڳولڻ ۽ جاچڻ لاءِ ڪوشش ۾ رڌل هئا. نير جو مشهور قسم گجرات ۾ سرڪيج ۽ آگري کان پنجاهه ميلن جي مفاصلي تي بيانا ۾ تيار ٿيندو هو. پر پوئين شهر ۾ تيار ٿيندڙ نير بهترين سمجهيو ويندو هو. سنڌ به زمين ۽ آبهوا جي لحاظ کان هن رنگ جي پيداوار لاءِ موزون هئي ۽ سنڌ جو پوکيل نير به عمدي قسم جو سمجهيو ويندو هو. سترهين صديءَ ۾ هندستان جو نير جو ٻاهرين ملڪن سان واپار تمام گهڻو وڌي ويو. انهيءَ برآمد تجارت ۾ سنڌ جو به چڱو حصو هو. سنڌ ۾ نير جي پيدائش جو مکيه مرڪز سيوهڻ هو. جتي ساليانو اٽڪل ٻه سؤ مڻ نير پيدا ٿيندو هو.

انگريز ايجنٽن جي حوالن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جي نير جي خاصيت اطمينان جوڳي هئي. هڪڙي اهڙي حوالي ۾ انگريز ايجنٽ پنهنجي بالادستن ڏانهن لکي موڪليو ته هنن "سنڌ ۾ تيار ٿيندڙ نير اهڙو ئي ڏٺو جهڙو بيانا ۾ تيار ٿيندو هو." پر ڏسجي ٿو ته سنڌ جي نير جي اها خاصيت گهڻو وقت قائم نه رهي سگهي. قيمتون گهٽ هجڻ ڪري، سنڌ

۾ نيٺ پوکيندڙن انهيءَ ۾ واري ۽ ريتي گڏي هلائڻ جي ڪوشش ڪئي، انهيءَ سبب جي ڪري هتي جي مال جي خاصيت ڪري پئي. انهيءَ ملاوٽ جون شڪايتون جيئن پوءِ تيئن گهٽيون ٿينديون ويون، نتيجي طور بنگال، جئميڪا، جاوا ۽ ويسٽ انڊيز جا ملڪ انهيءَ ميدان ۾ سنڌ جا مقابل بنجي آيا ۽ سترهين صديءَ جي آخري ڏاري هن مال جون سموريون ٻاهريون مارڪيٽون سنڌ جي هٿن مان هميشہ لاءِ موڪلائي ويون. انهيءَ ڪانپوءِ بہ خراسان ڏانهن سنڌ مان نير جو ٿورو تعداد درآمد ٿيندو رهيو.

**چوپائي مال ۽ کير ، جي پيدائش:** سنڌ اڄ بہ هڪ زرعي خطو آهي، انگريزن جي اچڻ ، اڳ وڏيڪ خوشحال زرعي ملڪ هو. زراعت ڪافي وسيع پيماني ي ڪئي ويندي هئي ۽ زمين جون وڏيون وڏيون ايراضيون چراگاهن ط استعمال ٿينديون هيون. خاص ڪري اتر سنڌ ۽ بريٽ وارن ٽڪرن ۾ سنڌي ماڻهو ڪافي تعداد ۾ ننڍو توڙي وڏو مال (رڍون ۽ ٻڪريون وغيره) پاليندا هئا. هر ڳوٺ ۾ مينهون، ڳئون، رڍون ۽ ٻڪريون جام هونديون هيون. حقيقت ۾ سنڌ ۾ دولتمند ۽ عزتدار ماڻهو ان کي سمجهيو ويندو هو، جنهن کي پنهنجو گهڻو چوپايو مال هوندو هو. جنهن ماڻهوءَ وٽ چوپايو مال جو هڪ يا ٻہ وهٽ بہ نہ هوندو هو تہ ان کي نهايت غريب سمجهيو ويندو هو. کير، ڏڌ ۽ مکڻ ماڻهن جو عام کاڄ هو ۽ باقي جيڪو مکڻ ۽ گيهہ بچندو هو، سو وڪڻي ڇڏيندا هئا. هن دؤر ۾ لکندڙن جي ڪيترن بيانن مان سنڌ جي چوپائي مال جي اڻکٽ ذخيري ۽ کير مان تيار ٿيندڙ شين جي نيڪيءَ جا ڪيترائي حوالا ملن ٿا. آئين اڪبريءَ جو مصنف لکي ٿو تہ: ”سنڌ ۾ ڏڌ ۽ لسيون بهترين قسم جون تيار ٿين ٿيون، جيڪي ڇئن مهينن تائين رکي سگهبيون آهن.“

انگريز ايجنٽ لکن ٿا تہ: ”نصرپور، سيوهڻ ۽ بکر مان هتي تمام گهڻو مکڻ ۽ گيهہ وڪرو ٿيڻ لاءِ اچي ٿو.“ مانرزيق موجب: ”هن ملڪ ۾ چوپايو مال خاص ڪري مينهون، تمام گهڻي انداز ۾ موجود هيون.“ منوڪي اسان کي ٻڌائي ٿو تہ: ”هٽ مکڻ تمام گهڻي مقدار ٺٽي ٿو جو مسقط ڏانهن برآمد ڪيو وڃي ٿو.“ هئملٽن بہ لکي ٿو تہ: ”ماڻهن وٽ ڪارو چوپايو مال (مينهون) تمام گهڻو آهي ۽ وهٽ سنا ۽ وڏا آهن، جن سان هر هڪ منجهان هوند 80 کان 100 پائونڊن تائين بهترين قسم جو گوشت ملي. هتي ماڻهو مکڻ گهڻي انداز ۾ برآمد ڪن ٿا. انهيءَ مکڻ کي وِلڙائي، چوپائي مال جي کلن سان ٺهيل مرتبانن ۾، جن کي ’دٻا‘ سڏيو وڃي ٿو ٻاهر موڪليو ويندو آهي.“

چوپائي مال جي سنڌ ۾ ايتري تہ اهميت هئي جو انگريزن سنڌ ۾ ٻي ڪوٺي (1757ع-1775ع) انهيءَ خاص مقصد سان برپا ڪئي تہ سنڌ مان ’سڱن وارو چوپايو مال‘ برآمد ڪيو وڃي. انگريز ايجنٽن کي خاص هدايتون هيون تہ ڪين سنڌ مان جيترو چوپايو مال ملي سگهي اوترو مهيا ڪري ڏين. گهريلو جانورن ۾ اٺ ٻئي نمبر تي مکيہ جانور هو. آئين اڪبريءَ جو مصنف لکي ٿو تہ: ”اٺن جو هڪ عاليشان نسل پيدا ٿئي ٿو سنڌ ۾ اٺ گهڻي ۾ گهڻا ملن ٿا. ڪيترن باشندن کي ڏهن هزارن کان وڌيڪ اٺ آهن. اجمير جا اٺ تکي ۾ تکا آهن، پر باربرداريءَ جي ڏانوَ جا بهترين اٺ ٺٽي ۾ پاليا وڃن ٿا.“

ٻين جانورن جي ڀيٽ ۾ اٺ وڌيڪ مضبوط ۽ سخت جان آهي. ڪاڏو بہ جيڪو ڏٻو سو بنا ڪنهن جهجهڪ جي ڪاٽي ويندو. ڪجھ انهن سببن ڪري ۽ ڪجھ وري هتي جي زميني خاصيت ۽ اٺ جي وڌيڪ بار کڻڻ جي لياقت ڪري، هي ’صحرا جو جهاز‘ ماضيءَ ۾ سنڌ اندر مال آڻڻ ۽ نيڻ جو هڪ بهترين ذريعو سمجهيو ٿي ويو جيئن تہ انگريز راڄ کان اڳ ۾ ڦيٿن واريون گاڏيون گهٽ استعمال ۾ هيون. انهيءَ ڪري سنڌ ۾ خشڪيءَ تي آمد و رفت گهڻو ڪري اٺن جي قافلن ذريعي ٿيندي هئي. سنڌ ۾ ٿوري پاڻي اٺ کي نار، گهاڻي کي هلائڻ ۽ هر ڪاهڻ لاءِ بہ استعمال ڪيو ويندو هو سنڌ ۾ ڍراڻن جو هڪ حصو رڍن پالڻ ۾ بہ مشغول هوندو هو اڄ تائين الهندي پاسي جي جابلو علائقن ۽ اڀرندي پاسي جي ريگستاني حصي جي خانہ بدوش ريڍار ماڻهن جو گذرسفر گهڻو ڪري رڍن جي پيدائش تي هو.

گهوڙا پالڻ تي بہ ڪافي ڌيان ڏنو ويندو هو ’مهاڀارت‘ ۾ بہ سنڌ جي گهوڙن جو ذڪر آيل آهي. بارٻوسا بہ سنڌ ۾ گهوڙن جي جججهائيءَ جو ذڪر ڪيو آهي. انهيءَ بابت ٻين سياحن ۽ واپارين جا بہ ڪيترا حوالا ملن ٿا. عرب ٻهريان حملي آور هئا، جن سنڌ تي باقاعدي راڄ ڪرڻ شروع ڪيو ۽ اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ هنن پاڻ سان ڪجھ گهوڙا بہ آندا هئا. سنڌ ۾ خراسان کان بہ گهوڙا گهرايا ويندا هئا. انهيءَ ڪري هتي جي مقامي نسل ۾ ٻاهريون تخم بہ اچي ويو. سنڌي گهوڙا جيتوڻيڪ سنها ۽ هڏاوان ٿين ٿا، پر ڏاڍا مضبوط، تيز رفتار ۽ غير معمولي طاقتور ٿين ٿا. سنڌ ۾ گهوڙن جا مالڪ پنهنجن گهوڙن کي ڪاڏو نهايت سنو ڪارائيندا هئا ۽ شاهوڪار ماڻهو ڏاڍي شوق ۽ آب تاب سان پنهنجن گهوڙن کي سهڻن ۽ قيمتي سنجن سان سينگاريندا هئا. گڏهہ ۽ خچر بہ ڪافي انداز ۾ پاليا ويندا هئا. گڏهہ ڏاڍا وڏا ۽ طاقتور هوندا هئا ۽ اُنن سان گڏ بار کڻڻ لاءِ ڪم آندا ويندا هئا. خچرن کان بہ بار کڻڻ جو ڪم ورتو ويندو هو.

مجموعي طور سنڌ جو چوپايو مال سموري هندستان جي بهترين چوپائي مال منجهان ليکيو ويندو هو ۽ گهڻيءَ پيدائش ۽ عمدي قسم جي کير جي ڪري مشهور هو ملڪ اندر ۽ ملڪ کان ٻاهر چوپائي مال جي وڏي اهميت هئي. کير جي پيدائش ۾ ملڪ نہ رڳو خود ڪفيل هو، پر ڪافي بچت ٿيندي هئي. انهيءَ لاءِ ڪافي ثابتيون موجود آهن تہ ماهيو ۽ ٻيو چوپايو مال ۽ ٻيا جانور اٺ ۽ رڍون، گهوڙا، گڏهہ ۽ خچر پالڻ سنڌ جي ڪافي ماڻهن جو ڌنڌو ۽ روزگار جو ذريعو هوندو هو.

**چمڙي جو سامان:** مغلن ۽ اوائلي ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ سنڌ پنهنجي عمدي چمڙي جي سامان جي ڪري مشهور هئي. ملڪ ۾ رڍون ۽ ٻيو چوپايو مال جام هو هتي جا ماڻهو خاص ڪري مسلمان گوشت تمام گهڻو واپرائيندا هئا. انهيءَ ڪري هتي کلون تمام سستيون ۽ گهڻيون دستياب ٿي سگهنديون هيون. ايتريقدر جو ڪيترن بندرن ڏانهن کلن جا

جهاز ڀرجي ويندا هئا. وينس جو رهاڪو سياح سولجر منوڪي لکي ٿو ته: ”ٺٽي ۾ چمڙو تمام گهڻو ٺهندو هو. جيڪو عرب ۽ ايران جي ملڪن ڏانهن برآمد ڪيو ويندو هو. سنڌ چمڙي جو ڪافي برآمدي واپار حاصل ڪري چڪي هئي.“ ان عرصي جي لکڻين مان پڻ معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جو چمڙو نهايت عمدي قسم جو هو. وارن آرليچ لکي ٿو ته: ”سنڌ جو چمڙو هندستان جي بهترين قسم جي چمڙي مان ۽ نرمائي ۽ پائداريءَ ۾ يورپ جي چمڙي کان ڪنهن به طرح گهٽ نه آهي.“



سنڌ مان کلون رڳو ڪچي مال جي صورت ۾ ٻاهر ڪين اماڻيون وينديون هيون، پر مغلن ۽ اوائلي ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ چمڙي رڱڻ جو هنر به چڱي ترقي ڪري چڪو هو ۽ چمڙي جا رنگريز پنهنجي هنر ۾ ڪافي مهارت ۽ لياقت رکندا هئا. مانريق (مانرچ) به سنڌ جي خوبصورت چمڙي جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو اونهاري ۾ ميزپوشن، ديوار پوشن ۽ بسترن جي گاديلن ٺاهڻ ۾ ڪم ايندو هو پوسٽنس لکي ٿو ته: ”سنڌ جا ماڻهو عاليشان قسم جو چمڙو تيار ڪن ٿا، جنهن تي وري سيني رنگن جي ريشم سان پرت پريو وڃي ٿو هندستان ۾ بسترن ۽ ميزن مٿان غاليچن جي بجاءِ انهيءَ چمڙي جي چادرن کي وڇائڻ وڌيڪ پسند ڪيو وڃي ٿو.“ چمڙو ڪيترن ئي ڪمن ۾ استعمال ڪيو ويندو هو جهڙوڪ: گهوڙن ۽ اٺن لاءِ زينون، سنج، پنج سنجي تيار ڪرڻ ۽ ڍالون، دستانا ۽ بوٽ، پخالون ۽ گيهه مکڻ لاءِ مرتبان ٺاهڻ ۾ ڪم ايندو هو ايئن ٿو پائنجي ته اڄ جي ڀيٽ ۾ سترهين ۽ ارڙهين صديءَ ۾ چمڙو وڌيڪ استعمال ڪيو ويندو هو ۽ هيءَ صنعت چڱيءَ طرح جميل ۽ آسودي حال ۾ هئي.

**مڇي:** سنڌ کي پنهنجو ڪشادو سامونڊي ڪنارو آهي ۽ سنڌو درياهه اتر اوڀر کان ڏکڻ اولهه ڏانهن وهي سمنڊ ۾ اچي ڇوڙ ڪري ٿو هندستان ۾ اهڙا تمام گهٽ هنڌ آهن، جتي انداز توڙي خاصيت جي لحاظ کان سنڌ کان وڌيڪ ۽ بهتر مڇي ملي سگهي. مڇي مارڻ جو هنر ايامن کان سنڌ ۾ ترقي ڪندو آيو آهي ۽ ماهيگيريءَ به معاشي ترقيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. سنڌ جو 'پلو' گهڻي زماني کان تمام مشهور آهي. 'آئين اڪبريءَ' ۾ ذڪر آهي ته ”لذت ۽ سواد جي لحاظ کان سنڌ جي 'پلي' جو جواب نه آهي.“ مانريق (1641ع) لاهور کان ٺٽي آيو هو. ڪيس هتي مڇيءَ جو بهترين قسم تمام سستو ملي سگهندو هو مڇي تمام گهڻي انداز ۾ هوندي هئي ۽ انهيءَ ڪري نهايت سستي هئي ۽ سيني کي آسانيءَ سان ملي سگهندي هئي. درحقيقت مڇيءَ جو مقدار هتي ايترو گهڻو هوندو هو جو مقامي کپت کان پوءِ به ڪافي مقدار ۾ بچي پوندي هئي، جنهن کي لوڻي، رونهائي ۽ سُڪائي ٻين ملڪن ڏانهن برآمد ڪيو ويندو هو. ڊيوآرٽ باربوسا (1516ع) به سنڌ جي عاليشان مڇيءَ جي صنعت ۽ اتر هندستان ۽ ٻين ملڪن سان ان جي هلنڙ برآمدي واپار جو ذڪر ڪيو آهي. 'آئين اڪبريءَ' جو مصنف لکي ٿو ته: ”سنڌ ۾ مڇي ايتري جام هوندي هئي، جو ماڻهو گهوڙن کي سڪل مڇي کارائيندا هئا.“ وڌيڪ لکي ٿو ته: ”هتي مڇي لوڻي ۽ سڪائي ٻين بندرن ۽ ملڪن ڏانهن برآمد ڪئي ويندي هئي ۽ ان مان ماڻهن کي ڪافي آمدني ۽ نفعو ٿيندو هو مڇيءَ مان تيل پڻ ڪڍيو ويندو هو. جيڪو ٻيڙين جي مک ۾ ڪم ايندو هو“.



مڇيءَ جي صنعت سنڌ ۾ سترهين ۽ ارڙهين صديءَ دوران ٻين صنعتن جي ڀيٽ ۾ صحيح معنيٰ ۾ هڪ مقامي صنعت هئي.

1843ع ۾ پوسٽنس لکي ٿو ته: ” ڪراچي کان ڪڇ، گجرات ۽ مسقط ڏانهن برآمد ٿيندڙ شين ۾ سڪل مڇي به هڪ مکيه شيءِ آهي ۽ جرڪن جا هڏا ۽ ڪنهڙ بمبئيءَ ڏانهن موڪليا ويندا آهن.“ سنڌ هميشه هندستان جي مڇيءَ جي مکيه مرڪزن مان هڪ رهي آهي ۽ مٺي پاڻيءَ توڙي کاري پاڻيءَ جي مڇي ٻاهرين ملڪن ۾ وڪرو ڪرڻ لاءِ واپار طور بچي ويندي هئي. ٻين مکيه صنعتن ۾ جنڊيءَ جو ڪم، عاج تي اُڪر، ڪاشيءَ ۽ اسلح سازيءَ جون صنعتون هيون.

**جنڊيءَ جو ڪم:** ڪاٺ تي جنڊيءَ جي ڪم جي صنعت، قديم صنعتن مان هڪ آهي. البت هاڻي ان جو پيمانو ڪجهه گهٽجي ويو آهي. گهڻو ڪري هن هنر جو مکيه استعمال کٽن ۽ پينگهن کي سينگارڻ ۾ ڪيو ويندو آهي. جنڊيءَ جو ٻيو ڪم گهڻو ڪري ننڍين ننڍين پيٽين تي ٿيندو هو جيڪي هڪ هٿي جي اندر رکيون وينديون هيون ۽ جن کي 'گنج' سڏيو ويندو هو انهن تي رنگن جو عاليشان ڪم ڪيو ويندو هو. ڳاڙهو ۽ پيلو نيرو ۽ سائو عاج جهڙو ۽ ڪارو رنگ استعمال ڪيو ويندو هو. اهو ڪم ايترو ته پختو ۽ جٽادار هوندو هو جو اڄ به ڪيترن عجائب گهرن ۽ ماڻهن جي خانگي ملڪيت ۾ ڏيڍ سؤ ورهين جون اهڙيون

پراڻيون شيون ملي سگهن ٿيون. جن جو رنگ ذرو بہ جهڪو ناهي ٿيو اڄ تائين هالا ۽ ڪشمور وغيره هن صنعتن جا مشهور مرڪز آهن.



هئملٽن لکي ٿو تہ: ”سنڌي عاليشان قسم جا ڪبٽ ۽ ڪاٺ جون ٿالهيون ۽ جنڊيءَ جون ميزون تيار ڪن ٿا.“

جڏهن تہ اڄ بہ سنڌ ۾ جنڊيءَ جي ڪم جا بهترين نمونا تيار ٿي رهيا آهن. تڏهن اهو تہ يقين ڪرڻو ئي پوندو تہ سترهين ۽ ارڙهين صديءَ ۾ جڏهن سنڌ جي صنعتي ۽ واپاري دؤر جو اوج ۽ عروج هو، تڏهن هيءَ صنعت بہ ترقي يافتہ ۽ خوشحال هوندي.

**ڪاشيءَ جا ٿانوَ:** سنڌ ۾ ٿانوَ بہ بهترين قسم جا ٺهندا هئا ۽ خاص ڪري ڪاشيءَ جون سرون تہ مشهور هونديون هيون. جن جو نمونو اڄ بہ مڪلي جي ٽڪريءَ تي ۽ حيدرآباد ۾ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي مقبرن تي ملي ٿو. اهي ڪاشيءَ جون سرون جاميٽريءَ جي اصولن تي ٺهيل شڪلين سان هلڪي ۽ گهري نيري رنگ سان چٽي ناهيون وينديون هيون ۽ مشهور اوليائن ۽ مرتبي وارن ماڻهن جي مقبرن جي پيتين، فرش، ڇتين، چانئٺن ۽ گنبذن تي هڻيون وينديون هيون. اهي رڱيل سرون تمام گهڻي انداز ۾ استعمال ٿينديون هيون ۽ بناوت ۽ خاصيت جي لحاظ کان عاليشان هيون. انهيءَ سلسلي ۾ پوسٽنس (1843ع) لکي ٿو تہ: سنڌ ۾ ڪنيارڪو ڪم اعلىٰ نموني جو ٿئي ٿو پاٽيءَ جا سهڻا ٿانو ۽ مقبرن ۽ مسجدن کي سينگارڻ لاءِ عاليشان رڱيل ڪاشيءَ جون سرون تيار ٿين ٿيون. ٺٽي جي پرسان ٺهيل قديم قبن ۽ ثمبرن ۾ ڪم آيل سنهڙين چٽيل سرن کي سنڌن بهترين پالش ۽ بناوت جي ڪري هر ڪنهن ساراهيو ۽ واکاڻيو آهي. سنڌن بناوت ايتري تہ پختي ۽ مڪمل آهي جو انهن جڳهين جون ڪناريون اڄ بہ اهڙيون ئي سنئيون سنواٽيون ۽ سالم آهن. جهڙيون ٺهڻ وقت هيون. جيتوڻيڪ انهن مان ڪيتري جاين کي ٺهيي اڄ صديون گذري چڪيون آهن.“

ڊاڪٽر ڪينيڊي بہ انهيءَ ڳالهہ جي تائيد ڪري ٿو ۽ ٺٽي جي پسگردائيءَ جي آثار قديمہ جي مقبرن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ: ”سجاوٽ جو هت نمونو ئي بلڪل نئون هو گنبذن تي ٿلهين، لسين ۽ سفيد رنگ جي سرن يا عاليشان رنگن سان رڱيل چينيءَ جي سرن کي، جيڪي بلڪل چين جي ٺهيل فرشي سرن جهڙيون ٿي لڳيون، سڌائي ۾ بيهاريو ويو هو ۽ انهن جي مٿان وري گلن ۽ ٻين شڪلين جا اهڙا عاليشان نقش نگار چٽيا ويندا هئا، جو انهن فنڪارن جي ذوق ۽ هنرمنديءَ کي داد ڏيڻ کان ماڻهو رهي نہ ٿي سگهيو موهن ڀنهنجي حياتيءَ ۾ اهڙي چيز ڪانہ ڏٺي آهي، جا هتي جي سرن ناهڻ جي هنر ۽ ان جي عمدگيءَ جي برابري ڪري سگهي. جيڪا هنن قتل آثارن جي سرن ۾ پيش ڪئي وئي آهي. آئون انگلنڊ ۾ اهڙين سرن جي تيار ٿي سگهڻ جي امڪان کان انڪار ڪونہ ٿو ڪريان، پر آئون نہ ٿو سمجهان تہ ڪو ڪٿي اهڙو مڪمل ڪم ڪڏهن پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.“

سنڌ جي گزيٽ جو مصنف ايٽڪن بہ سنڌ جي چٽيل سرن لاءِ ساڳئي نموني لکي ٿو تہ: ”اهي ڏاتن جي ٺهيل شين وانگروچن ٿيون ۽ سنڌن ڪناريون اهڙيون تہ صاف ۽ سڌيون آهن. جهڙيون ڪاٺ جي پيتيءَ جون هونديون آهن. سنڌن رنگ اهڙو ئي چٽو رهي ٿو جهڙو ٺهڻ واري ڏينهن تي هوندو اٿن.“



افسوس جو اڄ اهو فن گهڻي ڀاڱي ختم ٿي ويو آهي ۽ اڄڪلهہ اهو ڪم تمام ٿورو ٿئي ٿو. خود موهن جي دڙي ۽ حيدرآباد جي قلعي ۾ ڪم آيل ڪوري جون پڪل سرون ثابت ڪن ٿيون تہ سنڌ ۾ ڪنيارڪو ڪم ڪافي ترقي ڪري ويو هو ۽ اهو رڱو ڪاشيءَ جي سرن تائين محدود نہ هو. بلڪ چيڪيءَ مٽيءَ مان بہ ڪيترين شيون ٺهنديون هيون. جهڙوڪ: پاٽيءَ جون گهگيون، رڌپچاءَ جا ڪُنا ۽ ٻيا ٿانوَ حقا، سلفيون، رانديڪا ۽ ٻيون سجاوٽ جون شيون وغيره.

**عاج جو ڪم:** سنڌ ۾ عاج جي ڪم جي صنعت بہ ننڍي پيماني تي قائم هئي. والٽر ۽ هئملٽن جي بيان مان پتو پوي ٿو تہ سنڌ ڪافي تعداد ۾ هاٿين جا ڏند درآمد ڪندي هئي هُو لکي ٿو تہ، ”سنڌ ۾ عاليشان ڪبٽ تيار ٿين ٿا، جن تي عاج جو ڪم ٿيل هوندو آهي. سنڌ جي عورتن ۾ عاج جون ٻانهيون پائڻ جو عام رواج هوندو هو“ اڳتي هلي لکي ٿو تہ، ”هاٿيءَ جي ڏندن جو هت تمام گهڻو کاپو آهي. زالن ۾ تہ اهو فيشن آهي تہ هو ڪلهن کان ٺونئين تائين ۽ ٺونئين کان ڪارائين تائين، عاج جون ٻانهيون ٻنهي ٻانهن ۾ پائين ٿيون. ٻيون بہ ڪيتريون شيون جهڙوڪ چڪا، لاٺون، چمچا، عطر دانيون ۽ ڪاغذ ڪٽڻ جا چاقو ۽ ٻيون ٿلهيون سنهيون شيون عاج مان ٺهنديون هيون.“ پر اڄ اهي سموريون شيون استعمال کان نڪري ويون آهن ۽ اها صنعت ذري گهٽ گم ٿي وئي آهي.

**هٿيار:** سنڌ ۾ ڪيترن قسمن جا هٿيار تيار ٿيندا هئا، خاص ڪري توبنيءَ وارين بندوقن جون ناليون سليون ٺاهيون وينديون هيون، جن تي ڪڏهن ڪڏهن چاندي يا سون جڙيو ويندو هو. جڙائو هٿيار صرف حاڪمن، اميرن ۽ وزيرن وٽ هوندا هئا. پوسٽنس جي لکڻ مطابق سنڌ ۾ ٺهندڙ هٿيار هندستان جي اڪثر هنڌن تي ٺهندڙ هٿيارن کان وڌيڪ عمدار هئا.



سنڌ ۾ اعلىٰ درجي جون تلوارون پڻ تيار ڪيون وينديون هيون، جن جا ڦر ڊگها، مڙيل، تکا ۽ سنيءَ طرح ٺپيل هوندا هئا. سنڌ جا حاڪم خاص طور مير انهن هٿيارن جو گهڻو قدر ڪندا هئا ۽ شڪار يا جنگ جي وقت ۾ اهي ڪم آڻيندا هئا. هو انهن جي سڌاري تي گهڻو ڌيان ڏيندا هئا. اوڻويهين صديءَ ۾ حيدرآباد انهن هٿيارن جو مکيه مرڪز هو. مغلن ۽ ڪلهوڙن جي دؤرن ۾ اعلىٰ قسم جون تلوارون به تيار ٿينديون هيون. ان دؤر جا حاڪم تلوارن جا شوقين هوندا هئا ۽ انهيءَ ڪري هن صنعت جي گهڻي اهميت هئي پر وقت سان گڏ هيءَ صنعت به زوال پذير ٿي وئي.

**صنعتن جي تنظيم:** آڳاٽي وقت کان سنڌ ۾ اٽڪل هڪ درجن اوج تي رسيل صنعتون هيون. انهيءَ دور جي لکندڙن جو عام تاثر اهو آهي ته انهن صنعتن ۾ اهو دور هنرمندي ۽ وسعت وارو هو. ساڳئي وقت اهو به معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جو تيار ٿيل مال دستياب ٿي مکيه مارڪيٽن ۾ پهچندو هو. جتي سنڌ جي مال جو تمام گهڻو کاپو ٿيندو هو. ايتري گهڻي بين الاقوامي طلب کي پورو ڪرڻ ۽ پرڏيهي واپار سان چڱي اپت حاصل ڪرڻ لاءِ تنظيم پڻ وسيع پيماني تي ڪئي ويندي هوندي. البت ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي زماني ۾ سنڌ ۾ صنعتي زوال شروع ٿيو ۽ جڏهن انگريزن 1843ع ۾ سنڌ ملڪ تي قبضو ڄمايو اُن کان اڳ سنڌ جي عظيم صنعتي تنظيم، جنهن ۾ هزارين پورهيت ۽ ڪاريگر مشغول هوندا هئا، اها ختم ٿي وئي ۽ قديم هنر جا باقي آثار وڃي بچيا، جيڪي اڄ به موجود آهن. البت ايترو آهي ته سنڌ جي خوشحال ترين ڏينهن ۾ به اُن جي صنعتي تنظيم نهايت پراڻي نموني جي هئي. وڏا وڏا شهر جهڙوڪ: ٺٽو، نصرپور ۽ سيوهڻ سوٽي ڪپڙي جا مرڪز هئا ۽ ٻيون صنعتون وري ٻين ننڍن شهرن يا ڳوٺن ۾ پکڙيل هيون. انهيءَ دؤر جي روزنامچن لکندڙن جي احوالن مان صنعتن جي تنظيم جي نموني بابت تمام گهٽ معلومات ملي ٿي، پر انهن جا آثار اڄا به موجود آهن، ڇاڪاڻ ته ان دؤر ۽ اڄڪلهه جي وچ واري دؤر ۾ انهن جو سلسلو جهڙو هو تهڙو قائم رهندو آيو.

جائزي هيٺ آيل دؤر ۾ سنڌ ۾ صنعتي صورتحال اها هئي، جيڪا يورپ ۾ وچئين عهد ۾ هئي. ڪاريگر پنهنجي هٿن سان ڪم ڪندو هو ۽ سندس ڪٽنب جا ٻيا ڀاتي ڪيس انهيءَ ۾ مدد ڪندا هئا، ڪڏهن ڪڏهن وڌيڪ پورهيت به رکندو هو ۽ انهيءَ سڄي صنعتي تنظيم جو ايڪو يا مرڪز ڪٽنب ئي هوندو هو. جنهن لاءِ گهڻن ئي لکندڙن ٺٽي، نصرپور ۽ سيوهڻ جي سوٽي ڪپڙي جي صنعت جو ذڪر ڪندي حوالا ڏنا آهن. جنهن بابت لکن ٿا ته ٺٽي ۽ نصرپور ۾ سوٽي ڪپڙي جي آڏاڻن تي ٽن هزارن کان به وڌيڪ ڪٽنب ڪم ڪندا هئا ۽ سيوهڻ ۾ اٽڪل هڪ هزار ڪٽنب ڪم ڪندا هئا. ڪاريگر يا ته پنهنجي گهرن ۾ ڪم ڪندا هئا يا انهن وڏين ڪشادين جاين ۾ ڪم ڪندا هئا، جيڪي آڏاڻن جا مالڪ انهيءَ مقصد لاءِ مسواڙ تي وٺندا هئا. اهي ڪارخانا ڪي وڏا صنعتي ادارا نه هوندا هئا، پر انهن جي معياري ڪپڙي جي پيداوار ۽ کپت جي ڪري وڏي اهميت هوندي هئي.

جن شين جي ملڪ ۾ يا ملڪ کان ٻاهر گهرج هوندي هئي، انهيءَ لاءِ واپارين ۽ ڏنڌي جي بانيڪارن کي چڱي موڙي ملي سگهندي هئي. ان دؤر ۾ رپئي جو ملهه چوٽ چڙهيل هو، چانديءَ ۽ ٽامي جا سڪا تمام گهٽ هوندا هئا. اڪثر ڪري قيمت اڳواٽ ئي ادا ڪرڻي پوندي هئي ته جيئن ڪاريگر پنهنجي وقتي ضرورتن کي منهن ڏئي سگهن.

## سنڌ جا آڳاٽي دور ۾ ٻين ملڪن سان تجارتي ناتا

سنڌ آڳاٽي دور ۾ سنڌو درياهه، سمنڊ ۽ ڪپڙي جي صنعت سبب ٻين ملڪن سان واپاري لاڳاپا قائم ڪرڻ ۾ گهڻي ڪاميابي حاصل ڪئي. ان دور ۾ وسيلن جي اڻاٺ سبب ڌرتيءَ ۾ لڪل معدنيات ظاهر نه ٿي سگهي هئي ۽ نه ئي ڪارخانا هئا، پر آڏاڻن تي ڪپڙو اُڻي ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪليو ويندو هو. انهيءَ دؤر ۾ آمدورفت اٺن ۽ پاڻيءَ جي ٻيڙن ذريعي ٿيندي هئي. ساڳي وقت ۾ رڳو ٺٽي ۾ هزارن جي تعداد ۾ ڪوري آڏاڻن تي ڪپڙو اڻندا هئا، جنهن ۾ لونگيون ۽ شالون گهڻو مشهور هونديون هيون. ڪئپٽن ٽي پوسٽنس سنڌ بابت لکيل پنهنجي ڪتاب ۾ ڄاڻايو آهي ته: ”ڪچي ريشم آڻيندڙن جا قافلا، قنڌار کان شڪارپور ايندا هئا. شڪارپور مان اهو ريشم ڪتائي ۽ رڱائي، پوءِ سکر، روهڙي، خيرپور، سيوهڻ ۽ ٺٽي موڪليندا هئا. انهيءَ مان لونگيون، گربيون ۽ ٻيا ريشمي ڪپڙا ٺهندا هئا.“ سنڌ ۾ ’بخاري‘، ’قناويز‘، ’گلبدن‘ ۽ ’گلبهرا‘ وغيره شڪارپورين شروع ڪيا. ڪوئيٽا، چمن، ڪابل ۽ قنڌار جي ميون کي به سنڌين زور وٺرايو.“ مسٽر رابنسن لکي ٿو ته: ”سنڌي وڻجارا بئبلونيا، ميسوپوٽيميا ۽ ايرندي آفريڪا طرف وڻج واپار ڪرڻ ويندا هئا. مغرب ۾ سنڌ جو نالو گهڻو مشهور هوندو هو. سنڌ جي ساک ۽ سرمايي جو

ٻڌي عيسوي سن کان 516 سال اڳ ايران جو بادشاهه دارا (اول) پنجاب ۽ سنڌ تي ڪاهي آيو هو." سنڌ ۽ سنڌ جي ڪپڙي جي ساک، ڪي انگريزي لفظ به پرين ٿا. مثال انگريزي لفظ Sindon اصل ۾ سنڌي لفظ 'سنڌڻ' آهي، جنهن جي معنيٰ سنڌ جي ململ آهي. انهيءَ ساڳئي لفظ جو يوناني ٻوليءَ ۾ اچار 'سندون' آهي، جنهن جي معنيٰ به ساڳي آهي. 'سندن' لفظ انگريزي شاعر ملٽن ۽ لانگ فيلو پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪم آندو آهي: Wore She Not Viet of Sindin Melton هتي سندن معنيٰ سنڌ جو وتيل سنگين ڌاڳو جنهن مان چاريون ٺاهي يورپي زالون چهري تي وجهنديون هيون. ٻيو انگريزي لفظ 'سينڊل' (Sandal) آهي، جو اصل سنڌي لفظ 'سينڌڙ' معنيٰ سنڌ جو سنگين ڌاڳو آهي، جنهن کي لانگ فيلو شعر ۾ هيئن استعمال ڪيو آهي ته:

Sails of silk and ropes of Sandal
Such as gleam in ancient lore
(Longfellow)

انهيءَ مان اندازو لڳايو ويو آهي ته سنڌ جي سنگين وتيل ڌاڳي مان اڳي ولايت ۾ ٻيڙين لاءِ پڳهه ٺاهيندا هئا ۽ اهي رسا انهن شاهاڻين ٻيڙين ۾ ڪم ايندا هئا، جن جا سڙهه ريشمي هوندا هئا. سنڌ جي تاريخ بابت مختلف ڪتابن ۾ ڄاڻايل آهي ته "هتان سنڌي ماڻهو روم ڏي وڻج وڻجڻ ويندا هئا، جتان جام ڪمائي آڻيندا هئا ۽ سکيو گذران ڪندا هئا." ڪلهوڙن جي راڄ کان به گهڻو اڳ ۽ انهن جي دور ۾ سنڌ جا ٻيڙا مال سان ڀريل سلون (لنڪا) ۽ جاوا جي ٻيٽن طرف ويندا هئا. ان وقت لنڪا، سون جي ڪري گهڻي مقبوليت ماڻي هئي، تنهنڪري سنڌ جي واپارين جي ان پاسي تانگهه سرس هوندي هئي. اهڙي ڳالهه جي شاهدي شاهه عبداللطيف ڀٽائي ڏني ٿو:

لنڪا لنڪا ڪن، لڌ لنڪا جي لوهريا،
سٽي سون لنڪا جو، سک نه سامونڊين.
(شاهه)

سنڌي واپاري جاوا ۾ واپار ڪري گهڻو ڪمائيندا هئا، جنهن جي گواهي هيٺين شعري فقرن مان ملي ٿي:

سودي خاطر سنبهي، جيڪي ويا جاوا،
ڪري وڻج واپار سي، سگهو ٿيا ساوا.

-

اٺميو ڏن اتان، سو جي ڪمائين،
پاڻ ته کائين، تن جا پويان پڻ کائين.

سنڌ جا واپاري هندستان ۽ چين ۾ عام جام ويندا هئا، جتان ريشمي ڪپڙو ۽ گرم مصالحا خريد ڪري ٻين ملڪن ۾ وڪڻندا هئا. انهن لاءِ شاهه سائين فرمايو آهي ته:

قرنفل، قوتا، پارچا، پاٽيٽ پاتائون.

پارچا يعني ريشمي ڪپڙو جيڪو چين ۽ بنگال مان خريد ڪندا هئا ۽ قرنفل (لونگ)، قوتا ۽ ٻيو گرم مصالحو ملبار ڪناري کان خريد ڪندا هئا. چين ۽ بنگال ڏانهن واپار ڪرڻ جو اشارو پڻ آڳاٽي شاعريءَ ۾ ملي ٿو:

سودي ڪارڻ سنيري، ويهون وڻجارن،
ويا چين، بينگال ڏي، ماٽڪ رکي من.

پاٽيٽ يا آبدار موتي، واپاري ايراني نار ۽ ٻين هنڌن تان هٿ ڪندا هئا. انهن ملڪن طرف وڃڻ ڪانپوءِ واپارين کي واپس ورڻ لاءِ سال لڳي ويندا هئا. پندرهين ۽ سورهين عيسوي صديءَ ۾ پورچوگيزن، فرينچن ۽ پوءِ انگريزن واپار خاطر سنڌ ۾ ڪوٺيون قائم ڪيون. اهي يورپي اڄ تائين سنڌ ۾ 'فلنگي' يا 'فرنگي' سڏيا وڃن ٿا. انهن مان ڪيترائي سمنڊ تي ڦرون ڪندا، ڌاڙا هڻندا هئا ۽ سنڌي واپاري انهن جو شڪار ٿيندا هئا.

معلم ماڳ نه اڳئين، 'ڦلنگي' منجهه ڦريا. (شاهه)

انهيءَ مان اندازو آهي ته سنڌ جا آڳاٽي دور کان ئي واپار سبب دنيا جي ٻين ملڪن سان دوستاڻا واسطا هئا.

**صنعتي ۽ واپاري زوال جا سبب:** سترهين ۽ اوائلي ارڙهين صديءَ جي دؤر کان پوءِ اسان کي ڏسڻ ۾ ايندو ته سنڌ جي صنعت ۽ واپار آهستي آهستي تباهه ٿيندو ختم ٿي ويو، جنهن جا ڪيترائي اندروني توڙي خارجي سبب هئا.

**خارجي سبب:**

**انگريزن جي واپاري نيتيءَ جو انقلاب:** سترهين ۽ ارڙهين صديءَ جي انگريزن جي واپاري نيتيءَ ۽ پاليسيءَ ۾ زبردست انقلاب مکيه خارجي سببن مان هڪ سبب هو. نشاة ثانيه (Renainssance) جي زماني ۽ 'دور اصلاح' جي ڪري هنن ۾ دولت ۽ طاقت هٿ ڪرڻ لاءِ هڪ نئين سجاڳي ۽ بيداري پيدا ٿي. ٽيوڊور ۽ اسٽوئرٽ گهراڻن جي حڪومتن جي دور ۾ انگلينڊ ۾ جهازرانيءَ بيحد ترقي ڪئي. سال 1600ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو پايو پيو ۽ ٿوري ئي وقت اندر سموري هندستان ۾ سنڌ سميت انگريزن پاران ڪوٺيون قائم ڪيون ويون. هن پرڳڻي مان مشرق جو بهترين سوٽي ڪپڙو ۽ بهترين قسمن جو نير ۽ قلمي شورو ورتو ويندو هو ۽ ان جي عيوض انگلنڊ جيتوڻيڪ گرم ڪپڙو ۽ آسائشي سامان مٽاسٽا ۾ ڏيندي هئي، پر تڏهن به ڪين سنڌ جي مال جي قيمت جو ڪافي حصو سون ۽ چانديءَ جي صورت ۾ ڏيڻو پوندو هو جيئن ته ان وقت قيمتي ڌاتوءَ (سون) جو مقدار محدود هوندو هو ۽ اهو نه رڳو واپار بلڪ جنگ جي ضرورتن لاءِ پڻ ڪم ايندو هو، ان ڪري انگلنڊ ۾ ان جي هڪ طرفي وهڪ ۽ کوٽ کي محسوس ڪيو ويو. ان جو خاص سبب هيءُ هو ته ان وقت اقتصاديات جو 'واپاري نظريو' ئي وقت جو تسليم شده نظريو هو جنهن موجب صنعت کي قومي اپت جو ذريعو مڃيو ٿي ويو ۽ بچت واري واپاري توازن کي صنعتي آسودگيءَ جي سنَد ۽ ضامن سمجهيو ٿي ويو ۽ جنهن مطابق ملڪ جي طاقت وڌائڻ ۽ جنگ جي وسيلن مهيا ڪرڻ لاءِ خزاني جي درآمد ۽ ڪٺي ڪرڻ کي هڪ مکيه ذريعو سمجهيو ويندو هو. جيڪڏهن انگلنڊ کي پنهنجي

ماڻهن جي استعمال لاءِ مشرق جو ڪپڙو اجا بہ گهربل هو تہ ان لاءِ وٽس بہ رستا هئا. هڪ تہ هو پاڻ اهو تيار ڪري يا تہ ان جو ملهہ ادا ڪرڻ لاءِ تيار رهي، ڇاڪاڻ تہ سون ۽ چاندي ئي ملهہ ادا ڪرڻ جو مکيہ ذريعو هو ۽ انهن جي برآمد هڪ قومي زيان سمجهيو ويندو هو. انهيءَ ڪري ڪين انهيءَ ڪپڙي جو گهربل مقدار پنهنجي ملڪ اندر ئي لازمي طرح تيار ڪرڻو پيو. ائين ڪرڻ ۽ پنهنجي ملڪي صنعتن ڪي محفوظ ۽ مضبوط ڪرڻ جي خيال کان سڄي ملڪ ۾ 'صنعتي بچاءُ' جي نيتيءَ کي زور وٺائڻ لڳا. اها نيتي راڻي ايلزبيٿ جي آخري دور ۾ شروع ڪئي وئي، پر 1660ع ۾ تجديد (Restoration) واري دؤر کانپوءِ ڇاڻي واڻي انهيءَ نيتيءَ کي وڌيڪ تيزيءَ ۽ سختيءَ سان عمل ۾ آندو ويو ۽ اوڻيهين صديءَ جي وچ ڌاري تائين ان تي انهيءَ ئي جوش ۽ خروش سان عمل ڪيو ويو، جيسين انگلنڊ ۾ مکيہ صنعتون نهايت مضبوطيءَ سان قائم ٿي ويون. انگلنڊ آزاد واپار جي نيتيءَ (Free Trade Policy) تي ڪاربند ٿيڻ جي لائق بنجي پيو. صنعتي بچاءَ جا ڪيترائي قانون پاس ڪيا ويا ۽ انهن مان ڪي تہ خاص طرح هندستان جي ڪپڙي جي خلاف پاس ڪيا ويا. چارلس ٻئي جي 'ٽنيج ۽ پائونڊيج ايڪٽ' (1920ع) ۽ ٻين پارليامينٽ جي ائڪٽن موجب ٻاهر کان ايندڙ سامان ۽ خاص ڪري 'گهرو' ڪاپي لاءِ ريشمي ۽ سوٽي ڪپڙي تي محصول گهر (Custom House) وڌا ويا. ان هوندي بہ هندستاني سوٽي توڙي ريشمي ڪپڙي جي کپت ايتري تيز هئي، جو اهڙن مختلف سخت قانونن ۽ ڳرن ڳرن محصولن جي باوجود انگلنڊ ڪافي انداز ۾ اُهي گهُرائيندو هو ۽ انهيءَ واپار ۾ سنڌ جو بہ چڱو چوکو حصو هو.

پر انگلنڊ ۾ گهرو پيداوار کي زور وٺائڻ لاءِ همت افزائي جاري رهي ۽ 1675ع ۾ هندستان ۽ مشرق کان درآمد ٿيندڙ هر ڪيس ۽ ريشمي ڪپڙي تي 10 سيڪڙو وڌيڪ محصول وڌو ويو. پنجن سالن کانپوءِ انهيءَ محصول کي وڌائي ٻيڻو ڪيو ويو. سترهين صديءَ جي آخر ۾ انگلنڊ ۾ اٽڪل پنجاهہ هزار ريشمي ڪپڙي جا فرينچ ڪوري لڏي آيا. انهيءَ آباديءَ انگلنڊ جي ريشمي ڪپڙي جي صنعت کي وڏي مدد ڏني ۽ ان جي پيداوار تيز ٿي وئي ۽ ٿوري ئي وقت ۾ ريشمي ڪپڙي جي درآمد نهايت گهٽجي وئي. ان هوندي بہ انگلنڊ جي ماڻهن جي خاص پوشاڪ هندستاني هِرک ۽ ريشمي ڪپڙن جي هوندي هئي. هندستاني مال جون شڪايتون جيئن پوءِ ٿيئن وڌنديون ويون ۽ انگلنڊ جي ريشمي ڪپڙي جي ڪورين انهيءَ خلاف آواز اُٿاريو ۽ نيٺ بغاوت ڪيائون. نتيجو اهو ٿيو جو 1700ع ۾ هڪ قانون پاس ڪيو ويو، جنهن جي فقرن موجب ايران، سنڌ سميت هندستان يا چين مان آيل سمورو ريشمي خالص يا گڏيل مال، سمورو سوٽي- ڇريل، رڱيل يا لسو ڪپڙو گڏ ڪري گدامن ۾ بند ڪيائون تہ جيئن ان کي وري ٻين ملڪن ڏانهن برآمد ڪيو وڃي ۽ انگليند ۾ انهن جي استعمال تي بندش وڌي وئي. انحرافي ڪرڻ تي ڳرا ڳرا ڏنڊ ۽ سزائون مقرر ڪري ڇڏيائون. ساڳئي وقت هندستان مان ايندڙ ململي ڪپڙي تي بہ ڳرا محصول لاڳو ڪيا ويا، پر انهن قانونن هوندي بہ هند سنڌ مال جي طلب پنهنجي سونهن، پائداري ۽ سستائيءَ جي ڪري اوچي رهندي آئي. ملڪ ۾ لسو ڪپڙو گهرايو ويندو هو ۽ ان کي ملڪ اندر ئي ڇُريو يا رڱيو ويندو هو. قانون جي زد کان بچڻ لاءِ ممنوع مال جا ٻيا نقلي قسم درآمد ڪيا ويندا هئا ۽ ٻيو ڪيتروئي مال يورپ جي ملڪن جي رستي ملڪ ۾ بي قاعدي چوريءَ پيو درآمد ٿيندو هو. انهيءَ کي ٻنجو ڏيڻ لاءِ 1720ع ۾ پارليامينٽ هڪ قانون پاس ڪيو، جنهن موجب هر ڪنهن قسم يا رنگ وغيره جي هندستاني ريشمي ڪپڙي يا هرک جي استعمال ۽ پهرڻ تي بنهہ بندش وڌي وئي. ان جي انحرافيءَ تي ڳريون سزائون مقرر ڪيون ويون. انهن سيني قانونن جي مدد سان انگلنڊ جي ڪپڙي جي صنعت ايتري تہ ترقي ڪئي، جو 1740ع ڌاري انگلنڊ ۾ نہ رڳو گهرو ضرورتن لاءِ ڪپڙو پيدا ٿيڻ لڳو، پر ڪيترو ئي مال ٻيئڪن ۽ ٻين يورپي ملڪن ۾ نيڪال ٿيڻ لڳو. انگلنڊ طرفان هندستاني مال کي ٽڙڻ جي جيڪا نيتي اختيار ڪئي وئي، اها يورپ جا ٻيا ملڪ بہ اختيار ڪرڻ لڳا. نتيجو اهو ٿيو، جو ٿوري ئي عرصي ۾ هندستان جي ڪپڙي جي طلب بنهہ گهٽجي وئي ۽ اها ئي ڳالهہ سنڌ سان بہ لاڳو ٿي.

اهڙيءَ طرح انگلنڊ جي سڌيءَ طرح مخالف نيتيءَ جي ڪري هند- سنڌ جي انهيءَ مکيہ گراهڪ هٿان جي درآمد کي وڏو ڌڪ هنيو ۽ ساڳئي وقت ان پنهنجي صنعتن ۽ جهازرانيءَ تي توجهہ ڏيندي هر ممڪن طريقي زور وٺائڻ ۽ مضبوط بنائڻ شروع ڪيو. مشينريءَ جي دؤر اچڻ کان بہ اڳ ۾ انگليند پنهنجي 'گهرو' ڪاپي لاءِ مشرقي سوٽي ۽ ريشمي ڪپڙي درآمد ڪرڻ جي ضرورت کان پاڻ آزاد ڪرائي چڪو هو ۽ 1710ع کان پوءِ مشرقي ملڪن سان هلندڙ واپار جو گهڻو حصو رڳو ٻاهرين مارڪيٽن کي خام مال جي رسد پهچائڻ لاءِ مخصوص هو. انهن رنڊڪن ۽ رڪاوٽن هوندي بہ اهو چوڻ هرويرو غلط نہ ٿيندو تہ هندستان اجا بہ سوٽي مال جو مرڪز هو ۽ ٻين ڪيترين ئي مکيہ ۽ قيمتي شين جو اڪيلو برآمد ڪندڙ هو. هي خطو 1760ع تائين جڻ تہ سون چانديءَ جي هڪ وڏي ۾ وڏي ٿجوڙي هو، جنهن ۾ بي انداز خزانو اچي ٿي گڏ ٿيو ۽ سنڌ جو ان ۾ موچارو حصو هوندو هو.

**صنعتي انقلاب:** ايندڙ سالن (1760ع-1830ع) ۾ انگلنڊ جي صنعتي زندگيءَ ۾ هڪ نئين تجربي جي ڪري بنيادي انقلاب اچي ويو، جنهن کي 'صنعتي انقلاب' جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو انهيءَ جي اچڻ سان هند- سنڌ جي ڪپڙي جي صنعت کي مشينري، سستي پاور جي استعمال ۽ ٻين سهوليتن ۽ ايجادن جو مقابلو ڪرڻو پيو، جنهنڪري پيداوار ججهي، سستي ۽ سهنج واري ٿي پئي هئي. هند سنڌ جي صنعت پنهنجي پراڻن اوزارن ۽ پيداوار جي گهرو سرشتي جي ڪري مشين ۽ ڪارخانن جي پيداوار سان مقابلو ڪري نہ سگهي ۽ ترت ئي سندن پيداوار ٻاهرين مارڪيٽن مان ختم ٿي وئي. درحقيقت سڄيءَ دنيا جي مارڪيٽ تي دسترس رکندڙ ۽ ڪپڙي جي برآمد ڪندڙ هندستان مرڳو سوٽي ڪپڙو درآمد ڪندڙ ملڪ بنجي پيو ۽ ملڪ جي ٻين حصن سان گڏ سنڌ جي بخت سان بہ ساڳي حالت ٿي. هوئن جو سنڌ ملڪ جي وڏن

شهرن ۾ هزارين ڪوري ۽ پورهيت مال تيار ڪندا هئا، جڏهن ته هاڻي گذريل زماني جي اوج جي ياد باقي وڃي رهي آهي.

**صنعتي تنزل جا اندروني سبب:** برطانوي صنعت جي اوسر ئي سنڌ جي آسودگيءَ جي تنزل جو اڪيلو سبب نه هئي، پر سياسي بي آراميءَ، گهرو لڙاين ۽ ٻاهرين حملن سنڌ جي مقامي صنعت کي وڏيڪ ڌڪ هنيو ۽ باقي جيڪو هنرن جي سرپرستي ڪرڻ وارو اميرن جو طبقو هو، اهو به ختم ٿي ويو ۽ ان کان سواءِ حاڪمن جي ڪوتاهه نظريءَ، ڪٽرپڻي واري نيتيءَ ۽ ڪنجوسائيءَ جو پڻ صنعتي زوال ۾ اهم ڪردار آهي. انهن ڳالهين انهيءَ بربادي‌ءَ ۽ خاتمي کي تيزيءَ سان ۽ ترت اچڻ ۾ مدد ڏني ۽ صنعتي تنزل جي رفتار کي ويتر ٻيڻو ڪيو.

**سياسي بي آرامي ’مقامي سردارن جي ڪوتاهه نظريءَ واري واپاري پاليسي‘:** ارڙهين صديءَ جي پوين پنجاهه سالن ۾ سنڌ جي حالت رحم جوڳي هئي. سنڌ جي حاڪمن ملڪ کي ڏکهين ۽ خونريزي لڙاين ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو ۽ جڏهن ٽالپرن کي تخت نصيب ٿيو، تڏهن ڪين پهرين انهيءَ ڳالهه کي منهن ڏيڻو پيو ته ملڪ جي وڳوڙي حالتن کي سنڀالي ڪو انتظام آڻين، پر هو به ملڪ ۾ خوشحالي آڻي نه سگهيا.

ٽالپرن جو راڄ شخصي راڄ هو، سندن خاص دلچسپي زراعت، واپار ۽ صنعت کي ترقي ڏيارڻ نه، پر شڪار ڪرڻ ۾ هئي ۽ خزاني ڀرڻ لاءِ هنن هر شيءِ تي ڳرا ڳرا محصول مڙهي ڇڏيا. مغلن، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي ڏينهن ۾ جيڪي بندرگاهن تان محصول اوڳاڙيا ويندا هئا، انهن جو اندازو ڪرڻ نا ممڪن آهي، پر جيڪڏهن اهو فرض ڪٽي ڪجي، جيئن برنس لکي ٿو ته: ”محصول اڳوڻن وقتن جهڙا ئي ڳرا هئا، تڏهن به اڳ واپار جي تڪڙي وارڦير جي ڪري انهن جو اثر محسوس نه ٿيندو هو.“

سترهين صديءَ جي سياحن جي احوالن مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته ٺٽي ۾ محصول مقرر ٿيل نه هوندا هئا، پر تڏهن به اهي خاص طور ڄاڻايل هوندا هئا ۽ هر بندرگاهه تي لکيل هوندا هئا. ”لاهري بندر تي محصول، دفتر تي ڄاڻايل ۽ لکيل آهي ۽ ڪو لالچي ۽ بي انصاف گورنر پنهنجي مرضيءَ مطابق انهن ۾ ڪا به ڦيرگهير آڻي نه ٿو سگهي ۽ نه ئي ڪي نوان محصول مڙهي ٿو سگهي.“ انهيءَ حقيقت جي تائيد انهيءَ مان به ٿئي ٿي ته پورچوگيز سياح مانريق کي ٺٽي ۽ سيوهڻ جي بندرگاهن تي محصول ڏيڻ ۾ ڪا به اهڙي تڪليف درپيش نه آئي هئي. ان جي برعڪس اسين ڏسون ٿا ته ٽالپرن جي عهد ۾ بندرگاهن تي محصول ۽ ٻيون ڍلون وغيره نامناسب ۽ ڄابراڻيون هونديون هيون.

**سنڌو درياهه تي چونگيون:** ٽالپر دؤر ۾ سنڌو درياهه تي ڳريون ڳريون چونگيون مڙهيون ويون، جن سان درياهي جهازرانيءَ جي همت شڪني ٿي. معلوم ٿو ٿئي ته اهو شايد انهيءَ ڪري ٿي ڪيائون، جو سنڌو درياهه کي انگريزن کان بچائڻ ٿي گهريائون (جن درياهه جي وهڪري جي پيمائش ۽ سروي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پئي)، جيئن ته ڪين اهو ڊپ ٿي پيو ته انهيءَ بهاني سان سندن راڄ به ڦرجي ويندو. ڪهڙو به ڪٿي سبب هجي، پر انهيءَ قدم جو سنڌ جي واپار ۽ تجارت تي تباهه ڪن اثر پيو.

**اميراڻي طبقي جو خاتمو:** اهي امير دولت، طاقت ۽ سخا جا مالڪ هئا ۽ عيش عشرت ۽ ڏيک ويک جا به ڪوڏيا هوندا هئا. هو سنڌ ۾ ٺهندڙ ڳريءَ قيمت وارين عاليشان شين جو قدر ڪندا هئا، انهيءَ طبقي جي ختم ٿي وڃڻ تي ڪيترين صنعتون نابود ٿي ويون. سنڌ جي اميراڻي طبقي جو زوال نادر شاهه جي ڪاهه (1739ع) سان شروع ٿيو جنهن دهليءَ تي ڪاهڻ ڪانپوءِ سنڌ تي حملو ڪيو هو ڪلهوڙن جي گهرو لڙائين ته باقي رهيل اميرن کي به ختم ڪري ڇڏيو ۽ ٽالپرن جي وقت ۾ يا ان ڪانپوءِ اميراڻو طبقو خير ڪو وڃي بچيو. ڊاڪٽر برنس لکي ٿو ته: ”اسان کي انهيءَ حقيقت کان غافل نه ٿيڻ گهرجي ته اسان هندستاني معاشري ۾ جيڪو انقلاب آندو آهي، انهيءَ ٺٽي جهڙي شهر جو زوال سگهو ئي آڻي ڇڏيو. جتي تيار ٿيندڙ قيمتي مال جي همت افزائي رڳو اهو امير طبقو ڪندو هو. جنهن تي اسين هاڻ غالب اچي ويا آهيون ۽ اسان ڪين ختم ڪري ڇڏيو آهي.“

**زرعي تنزل:** ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور ۾ صنعت ۽ واپار تي نهايت تباهه ڪُن اثر ٿيو. يقيني طور تي سنڌ ۾ ارڙهين صديءَ جي وچ ڌاري جيڪو زرعي زوال ۽ تنزل شروع ٿيو، واپار ۽ صنعت تي ان جو لازمي طرح نهايت خراب ردعمل ٿيو.

هي اهي سبب هئا، جن سنڌ جي صنعت ۽ واپار جو زوال آندو ۽ خوشحال سنڌ معاشي زوال جي ڌٻڻ ۾ ڦاسي پئي. سنڌ جي خوشحال معيشيت جا جيڪي اهم سبب هئا، اهي هوريان هوريان زوال ڏانهن موٽ ڪائيندا رهيا. ذميوار حلقن جي ان طرف غير ذميواري، وقت ۽ حالتن جي تناظر ۾ شين کي نه پرکڻ، بدلجندڙ وقت سان پنهنجا معاشي ذريعا نه سنڀالڻ ۽ وڌائڻ، هنرن جي فروغ لاءِ ڪي اُپاءُ نه وٺڻ ۽ دنيا سان ڪلهو ڪلهي ۾ نه ملائي هلڻ ئي اهي سبب هئا، جن سنڌ جي معيشت جو ڏيوالو ڪڍي ڇڏيو.

مغلن ۽ اوائلي ڪلهوڙن، اٽڪل ڏيڍ صديءَ تائين سنڌ کي نسبتاً پرامن معاشي ۽ سياسي زندگي عطا ڪئي هئي ۽ ان ڪري زراعت، صنعت ۽ واپار کي ڪافي پذيرائي ملي، پر 1739ع ۾ نادر شاهه جي ڪاهه سنڌ کي شديد ڌڪ هنيو. هن ڪلهوڙن جي اسرندڙ طاقت کي ختم ڪيو. پاڻ هڪ ڪروڙ روپين جي ماليت جو مالِ غنيمت ڪٺي ويو ۽ سنڌ ملڪ تي ساليانو ويهه لک روپيا ڍل مڙهي ويو. جا هن جا پويان سنڌ ملڪ کان باقاعدي وصول ڪندا رهيا. غلام شاهه ڪلهوڙي جي تخت نشينيءَ سان پوين ڪلهوڙن جو دؤر شروع ٿيو ۽ ان سان گڏوگڏ ملڪ گهرو ويڙهه جو مرڪز بنجي ويو.

غلام شاهه جي حاڪميت وقت ڪيترين خونخوار جنگيون لڳيون، ٻاهريان حملا ٿيا ۽ سنڌ سياسي هيجان ۽ هنگامن ۾ مبتلا ٿي وئي. سنڌ جي حاڪمن تي هميشه (نادرشاهي) ڍل جي بقايا رهجي ويندي هئي، جنهن ڪري انهيءَ بقايا جي وصوليءَ لاءِ ٻاهرين ڪاهن جو هڪ سلسلو جاري رهندو آيو. ان طرح نادر شاهه جي ڪاهه کان ٽالپرن جي راڄ جي خاتمي تائين، ڪو هڪ به اهڙو ڏهن سالن جو لاڳيتو عرصو نه گذريو جنهن کي خود هندستان ۾ منظم يا مستقل حڪومت چئي سگهجي.

جڏهن ارڙهين صديءَ جي آخر ڌاري ٽالپر طاقت ۾ آيا، تڏهن سنڌ زبون حالت ۾ هئي. ان وقت سنڌ کي اهڙي حاڪم جي ضرورت هئي، جو استحڪام ۽ سڌاري جي طاقتور حڪمت عمليءَ سان حڪومت هلائي، پر ٽالپر سنڌ کي زراعت، صنعت يا واپار کي ترقي ڏيارڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهيا. زراعت ۽ آبپاشي نظرانداز ٿيڻ سبب ۽ صنعت ۽ واپار تي ڳاٽي پڳا محصول مڙهڻ سان حالت ويتر بگڙي وئي.

سنڌ پنهنجي اقتصادي ڍانچي ۾ تمام گهڻا لاها چاڙها ڏٺا. هن دؤر ۾ سنڌ صنعتي عروج ۽ زوال ڏٺو ۽ زراعت ۽ واپار جي حوالي سان مختلف تبديليون ڏٺيون. هن دؤر ۾ سنڌ جي مجموعي معيشت پيمانگ تبديلين جي دؤر مان گذري ۽ انهن تبديلين وقت ۽ حالتن جي مطابق سموري ڍانچي تي پنهنجا اڻ مٽ اثر ڇڏيا، جيڪو روايتي ڍانچو سنڌ جي اقتصادي خوشحاليءَ جو اهم محرڪ هو.

سنڌ جي واپار بہ هن دؤر ۾ عالمي تناظر ۾ آيل تبديلين سميت داخلي حالتن جي مدِنظر پنهنجا پساهہ پورا ڪيا ۽ سڄي دنيا ۾ سنڌ پنهنجي اهم شناخت پنهنجي اندروني ڪمزورين، ٻاهرين سازشن ۽ تبديلين جي ڪري وڃائي ويٺي.

**انگريز دؤر:** جيتوڻيڪ سنڌ ۾ انگريزن جو دور 1843ع کان شروع ٿيو پر ان کان سؤ سال اڳ ئي مجموعي طور گڏيل هندستان ۾ انگريزي شهنشاهيت سنڌن تجارتي مهم جوئيءَ جو نتيجو هئي، جنهن هيٺ ئي هنن ملڪ تي قبضو ڪيو. برطانيہ جي سفارت کي، سنڌ جي تجارتي اهميت جي گهڻو وقت اڳ سڌ پئجي وئي هئي. سر ٿامس رو، نيرجي واپاري وڪر کي تمام گهڻو اهم سمجهندو هو ۽ اهو سنڌ ۾ تمام گهڻو ٿيندو هو. سنڌ ۾ قلمي شورو بہ تمام گهڻو پيدا ٿيندو هو هن مشهور وکر بہ سنڌن ڌيان ڇڪائي ورتو هو. اهوئي سبب آهي جو انگريزن کي ٺٽي شهر ۾ سال 1765ع ۾ واپاري ڪوٺي کولڻي پئي، اها ڪوٺي ٽيهارو سال ڪن هلي. ان وقت تائين انگريزن جي منزل تجارت ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪانہ هئي. اٽڪل هڪ صديءَ جي خاموشيءَ ڪانپوءِ هنن وري سنہ 1758ع ۾ سنڌ اندر واپاري چرپر شروع ڪئي، هن دؤر ۾ سنڌن ڪوٺي 17 سال ڪن هلي. انگريزن جون اهي ٻئي ڪوششون فقط تجارتي مقصد لاءِ هيون، هنن پنهنجي اڻ اورچ سڀاءَ سبب سنڌ ۾ واپار ڳنڍي وڌو هو پر هنن جڏهن ٻيو ڀيرو سنڌ مان واپاري ڪوٺي پٽي هئي تہ انهيءَ وقت سياسي حالتون مٽجي ويون هيون. ان وقت ايسٽ انڊيا ڪمپني فقط هڪ تجارتي ادارو ڪونہ رهيو هو پر هن هندستان جي ڇڱي ڀاڱي تي پنهنجو راڄ قائم ڪري ڇڏيو هو تنهنڪري ضروري ٿي پيو هو تہ اها اهڙين سگهارين قوتن جي ضرور ڄاڻ رکي، جيڪي اڳتي هلي ڪمپنيءَ لاءِ ڏچو ثابت ٿيڻيون هيون. ارڙهين صديءَ جي گذرڻ سان انگريزن جي تجارتي نيت هڪدم بدلجي وئي. هنن 1799ع ڌاري سنڌ ۾ پنهنجي ريزيڊنسي قائم ڪئي، جنهن جا ٻہ مقصد هئا ۽ اها ڏيڍ سال مس هلي. ان عرصي ڪانپوءِ سياسي وفدن جي شروعات ٿي، جيڪي 1809ع، 1820ع، 1831ع ۽ بعد ۾ بہ ايندا ويندا رهيا، جن مان آخري مرحلي جا اهڃاڻ ڏسجي رهيا هئا.

1799ع ۾ حالتون گهڻيون بدلجي چڪيون هيون. سنڌ ۾ ٽالپر دؤر شروع ٿي چڪو هو ۽ ٻئي پاسي بمبئيءَ جو گورنر سنڌ ۾ واپاري ڪوٺي کولڻ کي اهم سياسي ڪم سمجهي رهيو هو ڇاڪاڻ تہ انگريزن جو سنڌ ۾ ڪوٺي کولڻ جو مقصد تجارت ڪرڻ نہ هو. آخرڪار مقامي حڪمرانن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪانپوءِ اگسٽ 1799ع ۾ انگريزن کين هڪ مڪمل پروانو عطا ٿيو جنهن مطابق کين اهي رعايتون مليون ويون، جيڪي ڪلهوڙن جي دؤر ۾ هنن کي مليل هيون.

ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کي سنڌ ۾ کوليل واپاري ڪوٺيءَ مان 109659 روپين جو نقصان ٿيو ان رقم ڪانسواءِ مختلف وقتن تي اميرن ۽ ٻين ماڻهن کي 23145 روپين جيترين سوکڙين پاکڙين بہ ڏنيون ويون هيون. انگريزن انهيءَ نقصان عيوض سنڌ جي ٽالپرن جي سڀاءَ جو وسيع تجربو حاصل ڪري ورتو. کين ٿوري تجربي وسيلي اها پروڙ پئجي وئي تہ سياسي مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ جيڪو اڳ ۾ تجارت وارو رنگ، ڍنگ ۽ ڍونگ استعمال ڪري رهيا هئا، تنهن کي ترڪ ڪرڻ کپي ۽ ان بدران سڌاسنوان سياسي وفد روانا ڪيا وڃن.

انگريزن وفد موڪلي معاهدن واري ڏاڪي ڪانپوءِ مڪمل طرح سنڌ تي قابض ٿيڻ جو منصوبو جوڙي ورتو. آخرڪار سرچارلس نيپيئر ڊسمبر 1842ع جي پڇاڙيءَ ۾ سنڌ جي ٽالپر اميرن سان وڙهڻ لاءِ فوج وٺي روانو ٿيو ۽ 17 فبروري 1843ع تي مياڻيءَ جي ويجهو جنگ ٿي، جنهن ۾ انگريزن کي ڪاميابي حاصل ٿي. مياڻيءَ جي جنگ ۾ برطانيا جي سوڀ ڪانپوءِ بہ سنڌ ۾ اجا ڪيترا اهڙا قبيلا ۽ سرڪش شخص هئا، جن برطانوي حڪومت کي نہ مڃيو هو ۽ اهي برطانوي فوجين سان هڪ هڪاٽي ڪرڻ لاءِ تيار هئا، تنهنڪري برطانوي حڪومت طرفان جاگيرن کي موروثي قرار ڏئي، جاگيردار طبقي کي حڪومت جو وفادار بنائڻ واريءَ پاليسي تي عمل ڪيو ويو.

انگريزن، سياسي اقتدار ماڻڻ ڪانپوءِ سنڌي عوام تي حڪومت ڪرڻ لاءِ حڪمت عمليءَ طور زميندار، جاگيردارن ۽ پيرن کان سهڪار ورتو. هنن سنڌ ۾ قطعي نبرڻ لاءِ زميندارن جو هڪڙو طبقو پيدا ڪيو. جيڪو سنڌن واسطي وفادار رهيو اهو طبقو انگريزن لاءِ نہ رڳو ڍل وٺندو هو پر عوام کي بہ پنهنجي ضابطي ۾ رکندو آيو.

انگريز راڄ قائم ٿيڻ ڪانپوءِ سنڌ جي اقتصادي ڍانچي ۾ بنيادي تبديليون رونما ٿيون ۽ سنڌ جي معيشت ۾ وڏي تبديلي برپا ٿي. سنڌ جي زراعت، صنعت ۽ واپار پنهنجي ابتدا هڪ نئين رخ سان ڪئي. زراعت جي حوالي سان سنڌ جي آبپاشي نظام ۾ بهتري آندي وئي. واپار ۽ صنعت ۾ ريلوي جي قيام هڪ نئون روح ڦوڪيو.

انهيءَ وقت سر بارٽل فريئر پنهنجي واپاري ميلن (ٽريڊ فيئر) واري تجربي کي شروع ڪري چڪو هو پهريون ميلو ڊسمبر 1852ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڪوٺايو ويو. اُن ميلي هندستان، بلوچستان، افغانستان ۽ ايران جي اڪثر علائقن کان سمورن نمونن وارين شين جي وڏن ۽ ننڍڙن واپاري ميڙن کي گڏائڻ جو ڪم ڪيو. ان سان گڏوگڏ سمنڊ رستي بہ واپار جاري رهيو ان وقت جي اهم جنسن ۾ چين ۽ بنگال جو

ريشم، انگريزي ويڪري بر وارو ڪپڙو، عام انگريزي شالون ۽ ڪپھ مان جوڙيل ڪيترن قسمن جو رنگين توڙي اڇو ڪپڙو شامل هو اهي سمورپون شيون بمبئيءَ کان اينديون هيون. بنگال، چين، منيلا، باٽاويا ۽ ملبار کان کنڊ گهرائي ويندي هئي. ڪارا مرچ، ٽامو هنرن مان ٺهيل شيون ۽ انگريزي ڪپھ جا ڌاڳا وغيره، شيون بمبئيءَ کان اينديون هيون. گجرات بہ ڪپھ موڪليندو هو هوڏانهن، ايراني نار کان گهرائجندڙ شين ۾ کجور، موتي ۽ ٻانها شامل هئا. پرڏيهي واپار ۾ سڀ کان مُلهائتي جنس آفيم هو جيڪو ٺٽي رستي مارواڙ کان ايندو هو پرڏيھ ويندڙ ٻين شين ۾ گيھ نيرِ مجٺ، اُن ۽ ڪاري مڇي شامل هونديون هيون. هٽ جي ٺهيل شين ۾ کنڊ، ڪارا مرچ ۽ گرم مصالحن منجهان ڪجھ حصو قلات وسيلي قنڌار ۽ قابل ويندو هو سامونڊي واپار يعني ڪراچي بندرگاھ ۽ ان جي تجارت جي واڌويجھ متعلق معلومات ملي ٿي: 1851ع تائين رڳو هڪڙو انگريزي سامونڊي جهاز بندرگاھ ۾ گهڙيو هو ۽ ٻيو ڪيترن ورهين کان پوءِ مس داخل ٿيو ننڍڙا ٻاڦ وارا جهاز ايندا ۽ ويندا رهيا، پر سوئيز ڪئنال کولڻ تائين ٻاڦ وارن جهازن، هندستان جي يورپ سان ٿيندڙ تجارت ۾ حصو ورتو بهرحال 1854ع-1855ع ۾ بندرگاھ جا لنگھ ايڏا سُڌري چڪا هئا، جو ان ۾ ڏھ هاڪاريندڙ جهاز داخل ٿيا، تنهنڪري 1859ع ۾ ڪسٽم جي ڪليڪٽر فخر وچان چاڻايو تہ پاڻيءَ جا ساڍا اوڻيھ فوٽ گهيريندڙ جهاز حفاظت سان داخل ٿيا ۽ گهٽ ۾ گهٽ پنجويهن جهازن ڪي، جن تي پنج سؤ کان هڪ هزار ٽن مال لڏيل هو بندرگاھ تي بيهڻ جي سهولت ڏني وئي، تنهنڪري انهن پنهنجا لنگر لاٿا. خوشحاليءَ واري شاندار سال 1863ع-1864ع ۾ چوهتر هزار ٻہ سؤ ايڪونجاھ (74251) ٽن مال سان لڏيل 155 ٻاڦ تي هلندڙ جهاز بندرگاھ ۾ داخل ٿيا، منجهائن ايڪهتر پرڏيهي بندرگاهن تان ۽ چوراسي هندستان کان آيا هئا.

سنڌ مان پرڏيھ ويندڙ اهم شين ۾ ڪٽڪ بہ شامل هئي، جنهن جو واپار تيزيءَ سان وڌيو پئي، تنهنڪري سنڌ ۽ پنجاب ۾ آبپاشيءَ جي ڦهلاءَ سان واڌ جاري هئي. ڪٽڪ سکر، لاڙڪاڻي ۽ ٺرپارڪر ضلعن ۾ وڏي پيماني تي پوکي ويجي ٿي. اُن جي وڏي حصي جي منزل انگلنڊ ۽ ٻيا يورپي ملڪ هئا ۽ ڏيهي ٻيڙين جي ذريعي ڪٽڪ ڪڇ ڏانهن اماڻي ويندي هئي. ان کان سواءِ ڪپھ اهميت جي حوالي سان ٻئي نمبر تي هئي ۽ سنڌ جي اٽڪل اڌ پيداوار حيدرآباد ۽ ٺرپارڪر ضلعن ۾ خاص ڪري جمڙائو واھ تي پوکي ويندي هئي ۽ سڀ کان پهرين ضلعي جي فيڪٽرين ۾ موڪلي ويندي هئي، جتان ٽاٽڻ کانپوءِ اها ڪپھ ريل رستي ڪراچي اماڻي ويندي هئي. ڪراچيءَ مان ان کي جهازن ذريعي ٻاهر موڪلڻ لاءِ هائيڊرالڪ وسيلي ٽاٽيو ۽ ڪيس اُجاريو ويندو هو سموري ڪپھ هيمبرگ ۽ ائنٽ ورپ ڏانهن پاڻيءَ جي جهازن وسيلي موڪلي ويندي هئي. ان کان سواءِ تيلي ٻج ڪپھ جي ٻيٽ ۾ سنڌ جي پرڏيهي واپار جي مُلھ ۾ وڏيڪ اهميت رکندڙ هو اُهي بنيادي طور حيدرآباد، لاڙڪاڻي ۽ اُترسنڌ ۾ پوکيا ويندا هئا. ٽوريي ۽ ترجو وڏو مقدار ساليانو ڪراچيءَ کان ٻاهر موڪليو ويندو هو جيڪو 'تج ليوڪا تيل' ٺاهڻ ۾ واپرايو ويندو هو سٽيھ ۽ ٻين مقصدن لاءِ واپرائجندڙ ٽوريو فرانس، جرمني ۽ آسٽريليا سميت انگلنڊ ڏانهن بہ موڪليو ويندو هو ان کان سواءِ ڪلون ۽ چمڙو ڪراچيءَ کان پرڏيھ موڪليا ويندا هئا، جنهن جو وڏو حصو سنڌ جي پيداوار هو اُهي وڏي پيماني تي حيدرآباد ۽ سکر ۾ سهيڙي پرڏيھ ويندڙن کي سونپيون وينديون هيون. ڪلن ۽ چمڙي جي ڪجھ حصي کي اُجاري رڱيو ويندو هو چمڙو يورپ جي اٽڪل سمورن ملڪن ۾ ۽ وري ڪلون خاص ڪري آمريڪا ڏانهن موڪليون وينديون هيون. ان کان علاوه اُن، نيس ڇانوِ، جانورن جا هڏا اهم برآمد مان هئا.

1901ع جي آدمشماري مان پتو پوي ٿو تہ سنڌ جي ماڻهن جو گهٽ حصو صنعتي هنرمنديءَ سان لاڳاپيل هو ۽ ان ننڍڙي حصي مان بہ سُٺو حصو پرڏيهي ماڻهن تي آڌاريل هو هٽ جي هنرن ۾ موچڪي ڪرت بہ هئي، جنهن ۾ ڪافي ماڻهو رُڌل هئا. اها ڪرت گهٽوڪري سوچين ۽ موچين جي هٽ ۾ هئي. پهريون لفظ سنڌ، مارواڙ ۽ ڪڇ جي ڄُتيون ٺاهيندڙ هندن ڏانهن ۽ ٻيو لفظ سنڌ ۾ عام طور مينگهواڙ قبيلي لاءِ استعمال ڪبو هو/ آهي. ان کان سواءِ چمڙي جي رڱائي جي هنر سان بہ ماڻهو لاڳاپيل هئا. ان کان سواءِ اوني ڪپڙو ڪپھ اُٽڻ، ريشم ٺاهڻ، رڱائي، ٻيڙيون ٺاهڻ، پرت ۽ زريءَ جو ڪم، جنڊيءَ جو ڪم نڪر تي چٽسالي، نيرولي جو ڪم، ڌاتن تي ميناڪاري ۽ پٽل جي ٿانون جي ڪم جهڙا هنر مروج هئا.

ان کان سواءِ اقتصادي سرشتي ۾ ڍل جو نظام بہ رياستي ڪمائيءَ جو ذريعو هو ٽالپر دؤر ۾ جيڪو ڍل جو سرشتو هو برطانوي حڪمراني شروع ٿيڻ تي هو سرشتو هڪدم تبديل نہ ٿيو جيتوڻيڪ رياستي جمع بندي پيداوار جي ٽين پتيءَ تائين محدود ڪئي وئي. جن زمينن تي پاڻي گهربل چرخيءَ سان ڪنيو ويندو هو تن زمينن تان فصل جي تناسب سان چوٿين پتي ورتي ويندي هئي. ڍل هڪ روپيو اٺ آنا في بيگهو (ويسو) مقرر ڪئي وئي هئي، جيڪا لاڙ سنڌ ۾ ٻہ روپيا ڏھ آنا في ايڪڙ ۽ اُتر سنڌ ۾ ٻہ روپيا اٺ آنا مُلھ برابر هئي. پراڻين فين کي ساڳئي وقت رد ڪيو ويو ۽ پيداوار جي پنجين پتيءَ برابر يا ڍل تي ڇھ سيڪڙي جي روڪڙ جمع بنديءَ واري حالت ۾ خرار ۾ چار ڪاسا سيني لاءِ هڪ جيترا لاڳو ڪيا ويا، ان کي عامل ڪاٽي تي ايندڙ لاڳت پري ڏيڻ ۾ بدلايو ويو خرار ۾ ٽن ڪاسن جو آبيانو يا پيداوار ۾ ويهين پتي لاڳو ڪئي وئي.

سر چارلس نيپيئر طرفان 1846ع ۾ جاري ٿيل محصولي قاعدن ۽ ضابطن هيٺ، روڪ ادائيگيءَ واري سرشتي جي آڳاٽي طريقي ۾ متبادل فائدي کي مڃيو ويو پر منجهس ٿوري ڪاميابي ٿي. اپريل 1848ع ۾ بمبئيءَ جي گورنر سر جارج ڪلارڪ، جيڪو پرنگل جي ڪمشنر مقرر ٿيڻ کان پوءِ سنڌ آيو ۽ مڪمل طور سموري سرشتي جي کوجنا ڪيائين، تنهن هيلينءَ ريت لکيو: "غير يقيني ۽ اٽپورائي ڏسڻ کانپوءِ مون کي افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ ملڪ اسان جي تحويل ۾ هوندي بہ پنهنجي ڀاڻ لاءِ ڪو فائدو نہ ورتو."

بيدن پاويل پنهنجي برطانوي هندستان ۾ زميني سرشتي ۾ واضح طور ڄاڻايو آهي ته: 1847ع ۾ ديواني انتظام لاڳو ٿيڻ تي، ستن ورهين جو نبيرو فصلن جي ماپ ۽ رعيتي زمين تي فرضي قيمتن جي سرڪاري حصي ۾ ڦيرڦار ۽ زمينداري زمينون جزوي رقم موجب ڪٽت وسيلي ڪيو ويو. نتيجي طور قيمتون گهٽجي ويون، جو ڍلون ڳريون ثابت ٿيون ۽ 1853ع-1854ع ۾ نبيرو فصل جي ورڇ واري پراڻي مقامي سرشتي جي موٽ ۽ ڍل جنس ۾ وٺڻ جي عام مطالبن وچ ۾ رد ٿيو. ساڳئي وقت محصولي انگ تمام گهٽ نامناسب رهيو. ڪنهن به ڳوٺ جو نقشو نه هو ۽ نه ئي ڳوٺن جي تعلقي وار فهرست موجود هئي. حد بنديون ۽ مهاڳا غير واضح هئا ۽ زمين- داخلا جو پتو نه هو. سموري موجود رائج ڄاڻ ان شخص جي نالي تي ٿيندي هئي، جنهن کي ڍل ڏيڻي هوندي هئي، تنهنڪري 'عام سروي ۽ سيٽلمينٽ'، روينيو سروي کي اوائلي دور ۾ مڪمل ڪرڻ ۽ وري ڪجهه وقت ڪانپوءِ سيٽلمينٽ شروع ڪرائڻ جو فيصلو ٿيو. سيٽلمينٽ عملدارن کي سنڌ ۾ تنهن وقت هلندڙ جاگرافيائي سروي لاءِ ڳوٺاڻن- مهاڳن جا نشان لڳائڻا هئا ۽ پوءِ هنين جي ماپ، ڳوٺاٽي- ماپ پرڻ، زمين جي درجابندي ۽ نبيرو ڪرڻ هئا."

انگريز دؤر ۾ سنڌ جي اقتصادي ڍانچي جي اوسر هڪ نئين انداز ۾ ٿي. ان کي جديد دنيا جي تقاضائن سان ڳنڍيو ويو ۽ ان جديد انداز کي ڪامياب ۽ ممڪن بنائڻ لاءِ هر سطح تي وسيلن جي فراهميءَ کي ممڪن بنايو ويو ته جيئن اهو عمل لاڀائتو ثابت ٿئي. سنڌ جي زراعت کي جديد آبپاشي نظام ذريعي وسعت ڏني وئي ۽ اُن جي اُپت جي واپار لاءِ هر قسم جا ممڪن ذريعا ۽ وسيلا پيدا ڪيا ويا. سنڌ جي واپار کي ريل ۽ ڪراچي بندرگاهه جهڙن اهم قدمن ذريعي وڌيڪ آسان بڻايو ويو. سنڌ ۾ هڪ جديد انتظامي نظام رائج ڪري ڪمائيءَ جا نوان ذريعا پيدا ڪيا ويا ۽ اهڙا انيڪ انقلابي قدم هئا، جن سنڌ جي زوال پذير ٿيل اقتصادي ڍانچي ۾ هڪ نئون روح ڦوڪيو. نوان ادارا ۽ نظام قائم ڪيا ويا، جن جي ذريعي به ماڻهن جو ڪافي تعداد پنهنجي ذريعهِ معاش سان لڳي ويو. انگريزن جو دؤر سنڌ جي بنيادي انتظامي، سماجي ۽ اقتصادي ڍانچي ۾ هڪ تمام وڏي تبديلي برپا ڪئي.

**سنڌ جي اقتصادي حالت قيام پاڪستان ڪانپوءِ:** انگريزن جي دؤر ۾ سنڌ انتظامي ۽ اقتصادي حوالي سان هڪ نئين دنيا سان روشناس ٿي، پر هڪ اهم خيال جيڪو ان وقت سنڌ جي باشعور ۽ تعليم يافته ۽ اهلِ دل ماڻهن جي ذهنن ۾ هو ته ڪهڙيون به مراعتون هجن، پر غلامي وري به غلامي آهي. ان ڪانسواءِ اهي ماڻهو جيڪي انگريز سرڪار جي آڏو نه مڃندا هئا انهن کي سزائون ڏنيون وينديون هيون. اهو احساس به هر ماڻهوءَ جي دل ۾ گهر ڪري ويٺي رهيو هو ته ان وقت هڪ خاص طبقو ئي آهي، جيڪو انگريزن جو مراعت يافته آهي ۽ اهو جاگيردار طبقو سنڌ جي بنيادي سياسي ۽ سماجي تبديلي ۾ رڪاوٽ آهي. جڏهن وچئين طبقي جي اوسر ٿي ۽ سنڌ سميت گڏيل هندستان جو ماڻهو عالمي حالتن کان روشناس ٿيو ته ڪيس غلاميءَ جو احساس شدت سان وڪوڙي ويو ۽ ائين انگريزن جي خلاف مزاحمت لاءِ صف بندي ٿيڻ لڳي ۽ هڪ مزاحمت جنم ورتو جيڪا اڳ ۾ ئي انگريزن جي خلاف موجود هئي، پر نئين ۽ باشعور طبقي به صفبندي ڪرڻ شروع ڪئي. جيستائين سنڌ جو تعلق آهي ته 'حر تحريڪ' اڳ ۾ ميدان ۾ موجود هئي، جيڪا ڀرپور نموني سان انگريزن جي خلاف مزاحمت ڪري رهي هئي. هڪ ٻي ڳالهه جيڪا گڏيل هندستان ۾ ٿي اها هيءَ هئي ته هتي مذهبي انتهاپسنديءَ کي به هٿي ڏني وئي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته انگريزن "ويڙهايو حڪومت ڪريو" واري سوچ تي عمل ڪندي ان کي پاڻ هوا ڏني هئي، پر نتيجو ابتڙ نڪتو نتيجي ۾ ان مزاحمتي رنگ جا ٻه اهم رخ سامهون آيا، جن جو هڪ محرڪ ته انگريزن جي غلاميءَ مان نجات هو ۽ ٻيو محرڪ مسلمان قوم جي تصور جو اپار هو. انگريزن خلاف پرامن جدوجهد وارو مؤقف رکندڙ ڪانگريس وجود ۾ اچي چڪي هئي ۽ ٻئي محرڪ وري مسلم ليگ کي جنم ڏنو نتيجي ۾ گڏيل هندستان جي سياست هڪ اندروني ٽڪراءَ جي ور چڙهي وئي.

پاڪستان جي قيام ڪانپوءِ سنڌ پنهنجي اقتصادي ڍانچي ۾ مجموعي ملڪ لاءِ هڪ اهم اقتصادي وسيلو ثابت ٿي. هتي مختلف معدني وسيلا ڳولي هٿ ڪيا ويا، صنعت ڪاري ڪئي وئي ۽ واپار جي دنيا هڪ نئين دؤر ۾ داخل ٿي. ان سان گڏوگڏ سنڌ پنهنجي زراعت واري شناخت کي برقرار رکيو. سنڌ معدني حوالي سان هڪ خوشحال خطو ثابت ٿي، هتي تيل، گيس ۽ ڪوئلي جا وڏا ذخيرا هٿ ڪيا ويا. وڏي پئماني تي سنڌ ۾ صنعت ڪاري ڪئي وئي.

سنڌ ۾ ڪوئلن جي ذخيرن ۾ لاڪڙا ۽ ميٽنگ ڪوئلي جا ذخيرا لڌا ويا. ٽاٽي بولا خان وٽ سيلٽائيٽ جا ذخيرا آهن ۽ اتي فلر مٽيءَ جا ذخيرا به موجود آهن. روهڙي، خيرپور- ڪوٽڏيجي وٽ الائيٽ جزن واري مٽي جا ذخيرا موجود آهن. ڪراچي وٽ گهٽي تعداد ۾ اهڙا جبل آهن، جن مان مٽي نڪري ٿي، جيڪي 'ٽاري'، 'گج' ۽ 'منجر' فارميشن سڏجن ٿا. گج فارميشن جي مٽي سيمنٽ ٺاهڻ جي ڪم ايندي آهي. هن علائقي ۾ 'ميٽان' (Metan) نالي مٽي ملي ٿي، جا سبز مائل خاڪي رنگن جي طبقه دار مٽي آهي، جنهن ۾ جپسم موجود آهي. هيءَ مٽي سيمنٽ ٺاهڻ جي ڪم ايندي آهي ۽ ان جا ذخيرا وسيع پيماني تي موجود آهن. هن وقت ٿر ۾ اسلام ڪوٽ پرسان ڳوٺ ٿاريي هاليپوٽا سائيٽ تان ڪوئلي جو تمام وڏو ذخيرو مليو آهي. ماهرن موجب ڪوئلي جو اهو ذخيرو 175 ارب ٽن جو آهي.

گئس جي ذخيرن ۾ ماڙي گيس جو علائقو، خيرپور گئس جو علائقو جيڪب آباد گيس جو علائقو، ڪوٺهار جو گئس جو علائقو، روڊو جي گئس فيلڊ، ساري ۽ هندي گئس فيلڊ (ٽاٽي بولا خان لڳ) موجود آهن. سليڪا ريت جي ذخيرن ۾ جنگ شاهي، ميٽنگ، دادو مڪڻ مول، ڪراچي، سانگهڙ، جهمپير، ڪوٽڙي ۾ هن جا ذخيرا موجود آهن. هيءَ مٽي شيشي سازي لاءِ موزون آهي.

جهمپير لڳ هوا جي ذريعي يعني ونڊمل پاور پوائنٽ وڏي مقدار ۾ بجلي پيدا ڪرڻ جي رٿا تي ڪم هلي رهيو آهي ۽ ڪجهه مقدار ۾ بجلي پيدا ڪئي پئي وڃي. جيڪا پاڪستان ۾ موجود توانائيءَ جي بحران کي صحيح نموني منصوبہ بندي ڪرڻ سان گهڻي قدر گهٽائي سگهي ٿي. ائين سڄي سنڌ، گئس، تيل، ڪوئلي وغيره جي معدني وسيلن جي صورت ۾ پاڪستان جي مجموعي اقتصادي ڍانچي ۾ روزانو اربين ۽ ڪروڙين روپين جو حصو ادا ڪري ٿي. ساڳيءَ طرح سنڌ جي زراعت اڄ بہ ڪيترن مسئلن جهڙوڪ: پاڻيءَ جي کوٽ ۽ قدرتي آفتن باوجود پاڪستان جي اقتصادي ڍانچي ۾ پنهنجي زرعي شناخت قائم رکيو اچي.

ساڳيءَ طرح پاڪستان جي واپار ۾ سنڌ جي گاديءَ واري شهر جو 'ڪراچي بندرگاهه' اهم حيثيت جو حامل آهي. جنهن جو شمار ڏکڻ ايشيا جي وڏن ۽ ڪاروباري بندرگاهن ۾ ٿئي ٿو هن بندرگاهه جو انتظام 'ڪراچي پورٽ ٽرسٽ' جي حوالي آهي، جيڪو ادارو اوڻويهين صديءَ ڌاري قائم ٿيو ۽ هي بندرگاهه وزارت جي حوالي سان منسٽري آف پورٽس ۽ شپنگ، گورنمينٽ آف پاڪستان جي نظرداريءَ هيٺ آهي. سنڌ جي هن اهم بندرگاهه جو پاڪستان جي واپار ۾ تمام اهم حصو آهي.

ان کان علاوه سڄي سنڌ ۾ صنعتن جو هڪ جار وڇايل آهي، جنهن ۾ ڪپڙي ٺاهڻ جون فيڪٽريون، سيمنٽ ٺاهڻ، جوس ٺاهڻ، دوائون ٺاهڻ ۽ مختلف ضرورت جي شين جون فيڪٽريون سنڌ ۾ قائم آهن. جن ۾ سنڌ ۽ پاڪستان جي مقامي وڏي افرادي قوت پنهنجو گذر سفر ڪري ٿي. سنڌ جو عام ماڻهو هارپو، مزدوري ۽ دڪانداري بہ ڪري ٿو ورهاڱي کانپوءِ ٿيل لڏپلاڻ ۾ سنڌ جي شهري آباديءَ جي واپار تي ٻاهران آيل پناهگيرن جو گهڻو اثر آهي، پر اهو مجموعي طور تي سنڌ جي گڏيل اقتصاديات ۾ پنهنجو حصو ونڊي ٿو.

سنڌ صنعتي، زرعي، معدني وسيلن سان مالامال خطو آهي. سڄي پاڪستان جو 70% روينيو سنڌ ادا ڪري ٿي. اهو بہ اقتصادي حوالي سان مرڪزي سطح تي هڪ اهم ڪارنامو آهي. ڏٺو وڃي تہ پاڪستان جي سڄي اقتصادي ڍانچي ۾ ملڪي مجموعي آمدنيءَ ۾ سنڌ تمام اهم ڪردار ادا ڪري ٿي، پر وسيلن جي صحيح ورڇ نہ هئڻ ڪري سنڌ جو عام ماڻهو اڄ بہ غربت واري زندگي گذاري رهيو آهي. سنڌ پيداوار جي حوالي سان پاڪستان جو ٻيو نمبر وڏو صوبو آهي، جنهن مان ملڪ کي وڏي آمدني ٿئي ٿي. سنڌ جي اقتصاديات واري صنعتي رخ ۾ سڀ کان وڌيڪ حصو ڪراچيءَ جو آهي، جيڪو ملڪ جو سڀ کان وڏو ڪاروباري شهر ۽ پاڪستان جي معيشت ۾ ڪرنگهي واري هڏي جي حيثيت رکي ٿو هن ملڪ جو ڪاروبار، صنعت و حرفت ۽ سڄي ملڪ جي ماڻهن جو ذريعہ معاش هن شهر سان لاڳاپيل آهي. ڪراچيءَ ۾ موجود اسٽاڪ ايڪسچينج جو بہ ملڪ جي مجموعي صنعت ۾ تمام وڏو ڪردار آهي. سڄي ملڪ جي مختلف خطن جا ماڻهو هن شهر ۾ روزگار سانگي اچن ٿا. دنيا جي وڏن ملڪن جا سفارتخانا هن شهر ۾ موجود آهن. هن شهر ۾ تمام وڏا صنعتي علائقا آهن، جتي سيمنٽ، پلاسٽڪ، ڪپڙو ۽ ٻيو سامان وغيره ٺاهيو وڃي ٿو هن شهر ۾ روزگار جا ڪيترائي موقعا هئڻ سبب سڄي ملڪ جا ماڻهو هن شهر طرف ڇڪجي اچن ٿا. ملڪ جو اهم بندرگاهہ بہ هن شهر ۾ موجود آهي، ان ڪري ئي سنڌ جي هن صنعتي، جديد ۽ واپاري شهر جي اهميت پاڪستان جي مجموعي معيشت ۾ تمام گهڻي آهي. ايتري قدر جو پرڏيهي سيڙپڪارن جي سيڙپ جو بہ هي شهر وڏو مرڪز آهي، هتي امن و امان جي ٿوري بہ بگڙجندڙ صورتحال سڄي ملڪ جي معيشت کي تمام وڏو ڌڪچو ڏئي ٿي. ان ڳالهہ مان ڪراچيءَ جي اقتصادي اهميت تمام واضح نظر اچي ٿي. هن شهر ۾ وڏيون واپاري منڊيون آهن، جتي پوري ملڪ مان وکراچي ٿو ۽ منتقل ٿئي ٿو.

ڪراچيءَ ۾ هزارين ڪارخانا ۽ فيڪٽريون آهن، جيڪي ملڪي ضرورت ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. صنعت ۽ حرفت جي لحاظ کان هي شهر ۽ ملڪ ۾ مرڪزي حيثيت رکندڙ آهي. هڪ طرف ڪراچي سائيٽ ايريا ٻي طرف ويسٽ ايريا سان رستو ملي ٿو، ائين هي سڀ کان وڏو صنعتي علائقو آهي، هتي فارميسيءَ جا ڪافي ڪارخانا آهن، جن ۾ دوائون ٺهن ٿيون، ڪورنگيءَ ۾ ريفائنريون آهن، لانڍي ۾ گارمينٽس ۽ ٽيڪسٽائيل فيڪٽريون، بن قاسم ۾ آٽو موبائل زون، بورڊ ايريا ۾ ماربل انڊسٽري، ٽاور ايريا ۾ بينڪ هيڊ آفيس، اسٽاڪ ايڪسچينج وغيره گلشن حديد لڳ پاڪستان اسٽيل مل اهم آهن. ائين ڪراچيءَ ۾ موجود اهي سڀ صنعتي وسيلا ملڪي معيشيت، ضرورتن، روزگار ۽ ترقيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا، جنهن سان نہ رڳو ملڪ جي آمدنيءَ ۾ اضافو ٿئي ٿو، پر لکين ماڻهن جو روزگار بہ ان سان وابستہ آهي. ڪراچي اڄ بہ پوري ملڪ ۾ بدلجندڙ دنيا سان پنهنجي ڪاروباري حيثيت سبب چتاپيتيءَ ۾ آهي.

مجموعي طور تي سنڌ پاڪستان جي معيشت ۾ تمام اهم جاءِ والاري ٿي. هتان جا معدني وسيلا، جن ۾ گيس، تيل ڪوئلو وغيره اچي وڃن ٿا، زراعت ۾ ڪپهہ، چانور، ڪمند، ڪڻڪ، ڪيلا ۽ انب اهم حيثيت رکن ٿا، جن جي ذريعي سنڌ پاڪستان جي آمدنيءَ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري ٿي. ان کان سواءِ هتي جي صنعت ۽ واپار بہ سنڌ جي ان اقتصادي حيثيت جي افاديت کي قائم رکڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪن ٿا.

جديد دؤر جي تقاضائن جي حساب سان سنڌ وٽ اڃا بہ اهڙا وسيلا آهن، جن جي صحيح استعمال سان سنڌ اقتصادي حوالي سان دنيا جي سامهون هڪ نئين رنگ سان نروار ٿي سگهي ٿي، پر انهن لاءِ صحيح حڪمت عمليءَ جي ضرورت آهي، جنهن سان نہ رڳو بيروزگاريءَ جو خاتمو اچي سگهي ٿو پر اها مقامي افرادي قوت، جيڪا غربت جي لڪير کان هيٺ زندگي گذاري رهي آهي، انهن جي زندگيءَ ۾ بہ انقلاب برپا ٿي سگهي ٿو رڳو موجوده ۽ نون لڌل وسيلن جي صحيح ۽ عام مقامي ماڻهوءَ جي مفادن وٽان استعمال ۽ حڪمت عمليءَ جي ضرورت آهي. سنڌ جا سڄڻ سنڌ جي ورڇ ۽ سنڌ جي حقن تي ڏاڍن خلاف آواز اٿاريندا اچن ٿا.

## سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب (Indus Civilization)

'سنڌو تهذيب' دنيا جي پراڻي شهري تهذيب آهي، جنهن جون سهيوڳي تهذيبون ميسوپوٽيما ۽ مصريَ تهذيب آهن.

سنڌو ماٿريءَ جي هن تهذيب کي 'ڪنجهي جي دؤر جي تهذيب' به ڪوٺيو وڃي ٿو، جيڪا 3300 ق.م کان 1300 ق.م تائين هند جي اتراولهه ۾ نپني، وڌي ٿي، اوج ماڻي، اڳتي هلي تباهه ٿي. هيءَ تهذيب سنڌونديءَ جي ڪنارن ۽ تراين کان شروع ٿي، پنجاب، گهگهر- هاڪڙا ماٿري ۽ گنگا جمنا جي دو-آبي کان وٺي راجستان ۽ گجرات تائين پکڙي، جتي ان جا آثار لڌا ويا آهن. جاگرافيائي طور هيءَ تهذيب 12,60,000 ڪلوميٽرن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل ڏسجي ٿي، جنهنڪري دنيا جي وڏي تهذيب ليکي وڃي ٿي. اوڪس نديءَ جي ڪناري 'سورتوگائي' نالي ماڳ کان سواءِ هن تهذيب 'هندون ندي' جي پرپاسن کي به پنهنجي اثر هيٺ آندو. ان نديءَ جي ڪناري به 'عالمگير پور' نالي سنڌوءَ جو هڪ ماڳ آهي، جيڪو دهليءَ کان 28 ميل پري موجود آهي.



هڙاپا

پنهنجي اوج واري زماني ۾ اندازو آهي ته هن تهذيب جي آدمشماري 5 ملين کان مٿي هئي. سنڌو ماٿريءَ جي رهندڙن ڌاتوگريءَ ۾ وڏي پيش رفت ڪئي. هن تهذيب مڻين ۾ سوراخ جي فن، ڦيٽي، ڏاڪڻين وارن تلائن، کوهن (Step wells)، ٻه ماڙ جاين، درياهه جي ٻوڏن کان بچاءَ جي بندن ۽ پشتن (levees and dikes) ٺاهڻ، ڏندن جي ڊاڪٽري (dentistry) ۽ لکت جا فن ايجاد ڪيا. ٽامي جي ٽِڪين تي اُڪير جي ڪم کي ترقي ڏني. هن تهذيب جي واسين ٽن، ٽامي، شيهي ۽ ڪنجهيءَ مان ڪيترن شين ٺاهڻ جو فن سکيو. هن تهذيب جي ماڻهن سڀ کان اڳ پڪين سرن جا گهر اڏيا، رستن سان ناليون ٺاهيون، انهن کي ڍڪيو ۽ گهڻ ماڙ جاين ۾ رهائش اختيار ڪئي.

سنڌو ماٿريءَ جي قديم تهذيب کي 'هڙاپائي تهذيب' به سڏجي ٿو، جو ته موهن جي دڙي کان اڳ سنڌوءَ جو مشهور ماڳ 'هڙاپا' کوٽيو ويو هو، جيڪو پنجاب ۾ آهي. اهو 1920ع جو زمانو هو. ان وقت کان وٺي اڄ تائين ڪي 2500 کن هن تهذيب جا شهر/ ماڳ لڀي چڪا آهن، انهن ۾ گهگهر- هاڪڙو نديءَ (جيڪا سنڌونديءَ جي پارتو ندي هئي) جي ميدان مان به ڪافي ماڳ مليا آهن، جن ۾ هڙاپا، لوٿل، موهن جو دڙو، ڍولاويرا، ڪالي بنگن ۽ راکي ڳڙهيءَ جا ماڳ ڪافي مشهور آهن.

ڪن عالمن هن تهذيب کي 'سنڌو- گهگهر- هاڪڙا تهذيب' ۽ 'سنڌو- سرسوتي تهذيب' جي نالن سان به ياد ڪيو آهي، پر ٻين عالمن ان نالي کي رد ڪيو آهي. سنڌو لکت اڃا مڪمل سمجهي ۽ پڙهي نه وئي آهي، ان ڪري اندازو ڪيو ويو آهي ته هيءَ ٻولي ڪا پروٽو- دراوڙي زبانن مان، يعني دراوڙن کان اڳ جي هن خطي جي اصلوڪي ٻولي هئي.

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي پهرئين ماڳ 'هڙاپا' جو ذڪر چارلس ميسن، 1842ع ۾ ڪيو. جڏهن ته جنرل ڪننگهام 1856ع ۾ هڙاپا جا ڪنڊر ڏٺا. اتان ڪيس هڪ مهر به ملي. ان کانپوءِ جان مارشل سان گڏ راءِ بهادر ديارام ساهني ۽ ماڌو سروپ واٽس 22-1921ع ۾ هن دڙي جي کوٽائي ڪري، وڏيءَ تهذيب جا آثار هٿ ڪيا. ساڳئي سال رکل داس بئنرجيءَ موهن جي دڙي جي کوٽائي ڪئي. جان مارشل ۽ جي. ايڇ. مئڪي به ساڻس گڏ هئا. وري 1944ع ۾ سر مارٽيمر ويلر موهن جي دڙي جي کوٽائي ڪئي. ساڻس احمد حسن داني، برج سين، نيني گوپال مجمدار ۽ سر آر ويل اسٽين به مددگار طور شامل هئا. ٻنهي هنڌن جي کوٽاين مان هن تهذيب جون هيٺيون وصفون (Features) ظاهر ٿي بيٺيون:

**شهري رٿابندي:** سنڌو تهذيب جا ماڻهو ٻه ماڙ ۽ ٽه ماڙ جاين ۾ رهندا هئا. شهر جون گهٽيون سڌيون ۽ چئن کان ڏهن ميٽرن تائين ويڪريون ۽ پڪين سِرن سان ٻَڌل هيون. گهر مختلف ماپن جا، چوڪور يا مستطيل نموني جا ٺهيل هئا. ڪيترن گهرن ۾ کوهه مليا. وهنجڻ جي جاين جو خاص انتظام ٿيل هو، جنهن مان سمجهجي ٿو ته هتان جي ماڻهن کي صفائيءَ ۽ صحت جو تمام گهڻو خيال هو. هتي ان جا وڏا گدام به مليا آهن.

هتاُن جي ماڻهن جي سماجي زندگي سادي هوندي هئي. هي وونئڻ ۽ ڪٽڪ پوکيندا هئا. ڪن هنڌن تان ڄانورن جي پوک جا نشان ملن ٿا. ان کان سواءِ ميوا، ڀاڄيون، مڇي، کير ۽ گوشت وغيره سندن خوراڪ ۾ شامل هئا.

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب

هتان پٿريا ٺڪرجون جيڪي مورتيون مليون آهن، تن ۾ مردن ۽ عورتن جون مورتيون شامل آهن. مردن جي لباس ۾ ٻه ڪپڙا خاص طور تي شامل هئا: ڌوتي، جيڪا هو هيٺئين ڌڙ ڍڪڻ لاءِ استعمال ڪندا هئا ۽ چولو يا قميص، جيڪا ڪلهن کان هيٺ ڌوتيءَ تائين مٿين ڌڙ ڍڪڻ لاءِ استعمال ڪندا هئا. ڪلهن تي ’ٽڪلي اجرڪ‘ جهڙو ڪپڙو پائڻ جو ثبوت ملي ٿ، جيڪو پروهت (King Priest) جي مجسمي ۾ موجود آهي. مرد عورتن کان مختلف ۽ وڏا وار رکائيندا هئا، جيڪي ڪليل رکندا هئا، جڏهن ته عورتون چوٽي ڪنديون هيون ۽ مينڊيا ٻڌنديون هيون. کوٽائيءَ مان چرخن جو به چڱو تعداد مليو آهي، جيڪو ٻڌائي ٿو ته هتي گهرن ۾ ڪتڻ ۽ اُڻڻ جو ڪم عام هو. سبڻ واريون سيون ۽ ٻٽڻ به مليا آهن، جيڪي سيبي ۽ ٽاڪي جي ڪم جو ڏس ڏين ٿا.

گُنديون، ٿوبيون، پيالا، ڪُپا، چلهيون ۽ اهڙيون ٻيون گهرو واهپي جون شيون ملن ٿيون.

سفر ڪرڻ لاءِ بيل گاڏيون مليون آهن، جيڪي ساڳي وقت بار کڻڻ جي به ڪم اينديون هيون. سنڌو تهذيب جا ماڻهو بنا ڇت واري بيل گاڏي بار ڍوئڻ لاءِ، جڏهن ته ڇت واريون بيل گاڏيون سفر لاءِ ڪتب آڻيندا هئا. اهڙين مختلف نمونن جون بيل گاڏيون مختلف مهرن تي اڪيريل مليون آهن.

هي ماڻهو فرصت وقت گهٽوڪري گهريلو رانديون ڪندا هئا. نوٽڻ ۽ شطرنج هتان جي پسنديده راند هئي. ٻيون ڪئرتي رانديون به ڪندا هئا. چوڪريون گُڏين راند ڪنديون هيون. ڳائڻ ۽ نچڻ سندن خاص مشغلو هو.



مرد ۽ عورتون زيور پائيندا هئا. مرد ڪنن ۾ مختلف نمونن جون واليون، هٿن ۾ منڊيون ۽ ٻانهن ۾ چوڙيون پائيندا هئا، جڏهن ته عورتون ڪنن ۾ ايئرنگ، ٻانهن ۾ چوڙيون ۽ ٻانهيون ۽ ڳچيءَ ۾ هار پائينديون هيون. اهي زيور سون يا چانديءَ مان ٺهندا هئا. سوناريڪو ڌنڌو سنڌو تهذيب ۾ صنعت جي صورت اختيار ڪري چڪو هو. جڏهن ته ڪوڏن ۽ سپين مان به زيور ٺاهيا ويندا هئا. وينجهاريڪي ڪم ڪافي ترقي ڪئي هئي. عورتون خاص طور اڄوڪي دور وانگر هار سينگار ڪنديون هيون. اهڙيون عاج ۽ چمڙي جون دٻيون مختلف ماڳن تان مليون آهن، جن مان خبر پوي ٿي ته عورتون انهن دٻين ۾ سينگار لاءِ خاص قسم جا رنگ روغن، تيل ۽ ڦليل رکنديون هيون. گول آئينو عاج جي ڦڻي ۽ سينگار جون ننڍيون ٿپايون به مليون آهن. عورتون ڇهري تي روغن ڪانسواءِ اکين ۾ ڪجل پائينديون هيون.

گهرن مان مختلف نمونن جو فرنيچر به مليو آهي، جنهن تي مختلف قسمن جا ڇٽ نڪتل آهن. ٺڪر جا ڇٽيل ۽ لسا ٿانو به مليا آهن، جيڪي هتان جا ماڻهو مختلف نمونن سان استعمال ڪندا هئا. ٿانون ۾ ڳنڀايون ٿالهيون، عام ڪاڏي جون ٿالهيون، پاتوڙا، دڪيون، ڪُنا،

هتان جي ماڻهن جي زندگيءَ جو دارومدار زراعت تي هو سنڌوءَ جو پاڻي آل جال هو. پوک سندن مکيه ڌنڌو هو. ڪڻڪ، چانور، جوَ مٽر ۽ ڪيلا خاص پوکن ۾ شامل هئا. ان وقت اڄ جي مقابلي ۾ مينهن گهڻو پوندو هو ۽ ٻوڏون به جام ٿينديون هيون. ان ڪري هر سال زمينن تي نئون لَٽ پوندو هو سندن هر ڪاٺ جا هوندا هئا. ڇاڪاڻ ته ان وقت جي زمين اڄ جي مقابلي ۾ نرم ۽ لٽاشي هئي. وٽن اناج جهجهي انداز ۾ موجود رهندو هو.

پوکي راهيءَ سان گڏ هي ماڻهو مال به ڌاريندا هئا. مال ڌارڻ ۽ چارڻ سندن پراڻو ڌنڌو هو. جيڪو شڪاري دور کان هلندو پئي آيو. سنڌو تهذيب وارن شروعات کان ڪن جانورن کي گهريلو جانورن طور ڌاريو ۽ نپايو ته جيئن سندن کاڌ خوراڪ جون ضرورتون پوريون ٿين، ان کان سواءِ بار برداريءَ لاءِ به جانور ڪم اچن. گهريلو جانورن ۾ ڏاند کي خاص اهميت حاصل هئي، جيڪا اڳتي هلي ’زرخيزي مت‘ يا مذهب ۾ داخل ٿي وئي. ڏاند اڳي ۽ اڄ زمين کيڙڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. ٻين جانورن ۾ رڍون، ٻڪريون، مينهون وغيره شامل هيون. ڪتو ۽ ٻلي ٻ سندن پراڻا سائي هئا.

سنڌو تهذيب جا ماڻهو مجسمي سازيءَ ۾ مورتين ٺاهڻ جا وڏا ڪاريگر هئا. ڌرتيءَ ماءُ جا مجسما (Mother Goddess) سنڌوءَ جي هر ماڳ تان مليا آهن. اهي گهڻو ڪري ميڻ (Wax) جا ٺاهي، انهن جي مٿان مٽيءَ جو ته ڏئي پچائي قالب ٺاهيندا هئا ۽ انهن قالبن سان




سنڌو تهذيب جو جنم مهرڳڙهه ۾ ٿيو، جنهن 6500 ق-م (7000 ق-م) کان 2500 ق-م تائين اُسرندڙ سنڌو تهذيب جي اُسري (3700 ق-م) ۽ ڪوٽ ڏيجي (3300 ق-م) ثقافتن ۽ اڳتي هلي اوج ماٿيل سنڌو تهذيب (2350-2000 ق-م) جي وڏن ويڪرن جي وڏ ٺاهي. تنهن کانپوءِ اها وِرکڻ لڳي ۽ 3000-1300 ق-م ۾ جهُڪر (سنڌي لپ) ۽ 1300-900 ق-م ۾ جهانگر ثقافتن جو روپ ورتائين. سڀ تهذيب ڏيهي هئي، ٻاهر سان ننڍ گهٽ لاڳاپا ۽ واپار هئس. جن جي مڪري ٿي سگهي ٿو مڪمل نرلن تصور ۽ ڪلڪ ۽ ڄتن جا ڳتن (ٻج) مهرڳڙهه ۾ آيا هجن.

مورتيون ٺاهيندا هئا، جن مان نچڻيءَ جي مورتي به هڪ آهي.

سنڌو تهذيب جي ماڳن تان ٺڪرائي جو وڏو تعداد مليو ٿو. ان ڪري سمجهجي ٿو ته هتي هٿ جو ٺڪر ۽ چڪ جو ٺڪر عام جام ٿانون جي صورت ۾ ٺهندو هو. ٿانو مختلف قسمن جا هئا، پر انهن تي مختلف قسم جون تصويرون، ڇهڪ، ڦٽيءَ جا نشان، پيپل چٽ، اپريل چٽ، ليڪون، وڻن جا چٽ، جن ۾ پپر جي پن جا چٽ، جانورن ۽ پکين جا چٽ وغيره سنڌو تهذيب جي خاص سڃاڻپ آهن.

سنڌو تهذيب جا ماڻهو لکي پڙهي به ڄاڻندا هئا. هنن ماڻهن جي لکڻ جا نمونا مهرن جي صورت ۾ مختلف ماڳن تان مليا آهن. جن تي مختلف نشانن سان گڏ ڪن ساهوارن جون تصويرون به شامل آهن. جن ۾ هڪ سڱو ڏڳو، مڇي ۽ ماڻهن جون تصويرون، صابوڻي پٿر ٺڪر ۽ ٽامي جي ٽڪين تي اڪريل ۽ ٺپيل آهن. جن کي 'تصويري لکت' (Pictorial Script) چئجي ٿو. دنيا جي ڪيترن عالمن هن لکت کي پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر اها لکت اڃا مڪمل صورت پڙهجي نه سگهي آهي، پر مفروضن آڌار تي نتيجا ڪڍيا ويا آهن. جيڪي امڪاني حد تائين تسليم ڪري سگهجن ٿا. انهن مهرن ۽ ٽڪين تان

سنڌو تهذيب جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، پوشاڪ ۽ ٻين ثقافتي شين بابت اهلهه معلومات ملي ٿي.

هتان جي ماڻهن جي مذهب بابت ڪوجهائون هلن پيون، پر اها ڳالهه طئي آهي ته اهي 'ماتا ديويءَ' جي پوڄا ڪندا هئا. هڪ سڱي ڏڳي جي تصوير ابتدائي ڏندڪٿائن جي نشاندهي ڪري ٿي، جيڪا هنن ماڻهن جي تصور جي پيداوار آهي. ڪن عالمن جو خيال آهي ته هتي 'پشوپتيءَ' جي پوڄا جو رواج عام هو. 'پسوپتي' اصل ۾ شو آهي. جيڪو دراوڙن جو ديوتا هو پر ڪي عالم ان سان متفق نه آهن. اهو به انومان ڏيکاريو ويو آهي ته سنڌوءَ جا ماڻهو وڻن کي به پوڄيندا هئا، وڻن پپر جي وڻ کي خاص اهميت حاصل هئي. هو پنهنجون قربانيون يا مذهبي رسمون پپر جي وڻ هيٺيان ادا ڪندا هئا. هو شينهن، ڏڳي ۽ مينهن جي به پوڄا ڪندا هئا. سندن جادو، ٽوٽي ڦيٽي ۽ قربانيءَ تي به اعتقاد هو ڪيترا اهڙا پٿر مليا آهن، جن کي 'لنگر' چئجي ٿو جنهن مان ڄاڻ ملي ٿي ته اهي لنگر جي پوڄا به ڪندا هئا.

سنڌو تهذيب جي اوج وارو دور، جنهن کي 'سنڌو تهذيب جو پختو دور' چئجي ٿو، سو 2600 ق. م کان 1900 ق. م تائين هليو هيءَ تهذيب ڪا هڪ ڏينهن يا هڪ سال ۾ اوچتو ختم ڪانه ٿي آهي. پر ڪن خاص حالتن جي ڪري هيءَ تهذيب هوريان هوريان پنهنجو اوج وڃائي ويٺي.

عالمن طرفان ڪيل سنڌو تهذيب جي دورن جي ورهاست جو خاڪو هن ريت ڏنو ويو آهي:

(1) 7000 کان 5500 ق.م تائين (مهرڳڙهه وارو بنا ٿانون وارو دور)
(2) 5500 کان 3300 ق.م تائين (مهرڳڙهه II-VI ٿانون وارو دور)
(3) 3300 کان 2600 ق.م تائين (اوائلي سنڌو تهذيب جو دور)
(4) 3300 کان 2800 ق.م تائين (پهريون سنڌو تهذيب جو راويءَ وارو دور)
(5) 2800 کان 2600 ق.م تائين (ٻيو سنڌو تهذيب جو ڪوٽڏجي، نوشهرو- I ۽ مهرڳڙهه VII وارو دور)
(6) 2600 کان 1900 ق.م تائين (سنڌو تهذيب وارو پختو دور)
(7) 2600 کان 2450 ق.م تائين (ٽيون الف هڙاپائي- نوشهرو II دور)
(8) 2450 کان 2200 ق.م تائين (ٽيون ب هڙاپائي دور)
(9) 2200 کان 1900ق.م تائين (ٽيون ٿ هڙاپائي دور)
(10) 2200 کان 1300 ق.م تائين (چوٿون سنڌو تهذيب جو دور)
(11) 1900 کان 1700 ق.م تائين (چوٿون هڙاپائي دور)
(12) 1700 کان 1300ق.م تائين (پنجون هڙاپائي دور)
(13) 1300 کان 300ق.م تائين (پورن چٽيل ٿانون وارو دور)

## سنڌو تهذيب جون جاگرافيائي حدون

سنڌو تهذيب جي حدن کي ڏسبو تہ اها تهذيب موجوده سموري پاڪستان واري ايراضيءَ کي پنهنجي گهيري ۾ آڻي ٿي، جنهن ۾ سنڌ، بلوچستان، پنجاب ۽ پختونخوا صوبا شامل آهن. ان کان سواءِ هندستان جي رياست گجرات، راجستان، هرياڻا، پنجاب ۽ ان کان مٿي روپڙ تائين هن تهذيب جي پکيڙ معلوم ٿئي ٿي. مصر ۽ پيروءَ جي تهذيبن وانگر سنڌو تهذيب بہ ساڳين حالتن هيٺ نپني ۽ وڌي ٿي آهي.

هن تهذيب جون بيٺڪون افغانستان کان تاجڪستان ۽ گجرات تائين پکڙيل آهن. ائين سامونڊي ڪنارن ۾ بلوچستان جو سامونڊي ڪناري وارو ماڳ ستڪا جندور ۽ گجرات جو ڌولاويرا ۽ لوٿل ۽ ٻيا ڪيترائي ماڳ، پاڪستان جي اترئين علائقي گومل واديءَ ۾ بہ لڌا ويا آهن. بيز (Beas) نديءَ جي ڪناري وارو ماڳ مانڊا (Manda)، جيڪو جمون ڪشمير ۾ آهي، سو بہ سنڌو تهذيب سان واسطو رکي ٿو. سنڌوءَ جا ماڳ نہ رڳو ندين جي ڪنارن تي مليا آهن، پر سامونڊي ڪنارن تي بہ هن تهذيب جي ماڳن جو چڱو تعداد مليو آهي، جيئن بلوچستان ۾ سونمياڻيءَ ويجهو، بالاڪوٽ ڊملوٽي ۽ ڪراچيءَ ويجهو ٻيا ماڳ ۽ ڌولاويرا جو ماڳ وغيره.

هاڪڙي جي سُڪل پيٽ ۾ بہ سنڌو تهذيب جا ماڳ جهجهي تعداد ۾ ملن ٿا، چولستان ۾ ڊاڪٽر رفيق مغل صاحب 414 ماڳن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ موسمي وهندڙ گهگهر- نديءَ تي بہ ڪافي تعداد ۾ ماڳ کوٽي معلوم ڪيا ويا آهن، جيئن روپڙ، راکي ڳڙهہ، سوٿي ۽ ڪالي ٻنگن وغيره. اهڙي قسم جي ماڳن کي جيڪي هاڪڙي ۽ سرسوتي/ گهگهر جي ڪنارن تي ملن ٿا، تن 'سنڌو- سرسوتي تهذيب' وارن ماڳن جو نالو ڏنو ويو آهي، جيڪي 1977ع تائين 500 جي لڳ ڀڳ هئا.

## سنڌ جي موجوده حدن ۾ سنڌو تهذيب وارا ماڳ

عام طور تي سنڌو تهذيب جا ٽي دور آهن:

(1) اوائلي سنڌو تهذيب وارو دور (Early Harappan Period) جيڪو 3300 ق.م کان هلي 2600 ق.م تي پورو ٿئي ٿو

(2) سنڌو تهذيب وارو پُختو دور (Mature Harappan Period)، جيڪو 2600 ق.م کان 1900 ق.م تائين، ۽

(3) پويون سنڌو تهذيب وارو دور (Late Harappan Period)، جيڪو 1900 ق.م کان 1300 ق.م تائين جو آهي.

**سنڌ ۾ سنڌو تهذيب جا مکيہ ماڳ**





**موهن جو دڙو:** ڀارت جي قديم آثارن جي ماهر رکلداس بئنرجيءَ 1918ع کان ڏکڻ پنجاب، بيڪانير، بهاولپور ۽ سنڌ ۾ کوجنا ڪانپوءِ اهو خيال ڪيو ته سڪندراعظم عيسوي سن کان سوا ٽي سؤ ورهيه اڳ پنهنجي ڪاهه دوران بياس نديءَ جي ڪناري ٻُل ٺهرايا هئا ۽ مٿن يوناني ۽ هنديءَ ۾ نوشتا اڪيريا هئا. سو هن 1918ع کان 1922ع تائين وڏي جدوجهد ڪانپوءِ سنڌ ۾ کيرٿر کان سنڌونديءَ تائين جيڪب آباد، سکر ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ 27 وڏن ۽ 53 ننڍن دڙن کي ڳولي، انهن جي کوٽائي ڪرائي، پر اتفاق سان اهي سڀ ٻوڌي دؤر جا يادگار نڪتا.



ائين اتفاق سان هي ماهر 1922ع ۾ اچي لاڙڪاڻي ضلعي جي ڏوڪري شهر کان 6 ميل پري هڪ ٻڌ وهار (Budh Stupa) وٽ پهتو، جيڪو ڪنهن زماني ۾ ٻڌ جو هڪ اسٽوپا هو. اهو ٻوڌي ٺل سنڌونديءَ جي سطح کان 46 فوٽ مٿي هڪ دڙي تي هو. انهيءَ ٺل جو مٿيون حصو ته ٻوڌي دور جي يڪشوئن ۽ انهن جي آثارن سان ڀريل هو، پر هيٺيون حصو ڪنهن به ريت ٻوڌي دور سان لاڳاپيل ڪونه هو. مٿيون سڀ اڏاوتون ٻڌ ڌرم جي راجا واسديو (ٻهرين) جي دور جون هيون. اهي ان کان هيٺ موجود شهر جي تباهيءَ ڪانپوءِ هزار سال گذرڻ بعد ان مٿان وري اڏيون ويون هيون. ان خيال کان ته زمين جي سطح کان مٿانهين جڳهه تي مذهبي آستان جوڙڻ سان ان جو سال بسال سنڌوءَ جي ٽيندڙ ٻوڏن کان بچاءُ ٿي پئي سگهيو.

جڏهن بئنرجيءَ ٺل ڀرسان ڪجهه کوٽائي ڪرائي ته ڪيس اتان پٿر جا ڪَپ (Blades) ۽ ٽانون جو ٺيڪرائو هٿ آيو، جن جو ٻڌ دور سان ڪو به واسطو نه هو، پر اهي ڪنهن پراڻي دور جي نرالي تهذيب جي نشاندهي ڪري رهيا هئا.

جڏهن بئنرجيءَ اسٽوپا ڀرسان کوٽائي ڪرائي ته اتان ڪيس هڪ اهڙي مهر ملي هئي، اها شڪل صورت ۾ هڙاپا مان مليل هڪ تصويري رسم الخط واري مهر سان هڪ جهڙائي رکندڙ هئي، جيڪا سر الگزينڊر ڪننگهام کي هڙاپا جي کوٽائيءَ مان ملي هئي.

ان مان بئنرجيءَ اندازو لڳايو ته هن هنڌ تان شايد ڪنهن قديم تهذيب جي دريافت ٿئي، جيڪا هڙاپا وانگر 5 هزار سال کن پراڻي هجي. ڇو ته هتان ملندڙ ڪجهه اوزار ۽ ٺڪر جا ٿانو هڙاپا مان انهن ان وقت کوٽائيءَ مان ملي رهيا هئا، اهو هنڌ ان وقت برصغير ۾ سڀ کان پراڻو ۽ قديم شمار ڪيو ويندو هو. بس ائين سنڌ جي 5 هزار سال پراڻي تهذيب تي زمانن جا پردا ۽ لٽ لهڻ شروع ٿي. پرڏيهي اخبارن ۾ قديم آثارن جي ماهرن جون هن عظيم تهذيب بابت رپورٽون ۽ بيان شايع ٿيڻ شروع ٿيا ۽ جلد ئي سڄيءَ دنيا ۾ هن عظيم تهذيب ۽ تمدن جي هاڪ پئجي وئي. هن دڙي جي کوٽائيءَ سنڌ ديس جي اڻ لکيل تاريخ ۾ 5 هزار سال اڳ جي سونهري دور جو اضافو ڪيو. ائين برصغير سميت سڄي دنيا جي تاريخ جي شروعات هن خطي جي ذڪر سان شروع ٿيڻ لڳي. موهن جي دڙي جي هن قديم ماڳ جي وڏيڪ کوٽائي ان وقت انڊيا جي قديم آثارن واري کاتي جي ڊائريڪٽر جنرل سرجان مارشل جي نظرداريءَ هيٺ 1922ع جي سياري جي منڊ ۾ ٿي، جيڪا لاڳيتو 1927ع تائين هلي. ان کوٽائيءَ جو سمورو احوال سر جان مارشل ٽن ضخيم جلدن تي مشتمل ڪتاب Mohen Jo Daro شايع ڪرايو.

وري ٻيو ڀيرو هنن کنڊرن جي کوٽائي ارنيسٽ مئڪي جي نظرداريءَ هيٺ ٿي، جنهن پنهنجو ڪم 1927ع کان 1931ع تائين مڪمل ڪيو ۽ پنهنجي تحقيقات کي ڌار ڪتاب ۾ شايع ڪيو.

ان بعد هڪ ڀيرو وري ڊاڪٽر سر آر. ايم. وهيلر 1950ع کان هن دڙي جي کوٽائي ڪرائي. ان بعد 1965ع ۾ آمريڪي آرڪيالاجيڪل مشن جي سربراهه پروفيسر جارج ايف. ڊيلز (يونيورسٽي آف پينسلونيا) طرفان وڌيڪ کوٽائي ڪرائي وئي. اهڙيءَ طرح هن عظيم شهر جي کوٽائيءَ ۾ بئنرجي، سر جان مارشل، جارج ايف ڊيلز، هارگريوز، سروپ واٽس ۽ ڪي اين. ڊڪشٽ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو ۽ هن 5 هزار سال پراڻي تهذيب ۽ تمدن جا نرالا رنگ ۽ ڍنگ اسان جي سامهون آيا.

موهن جي دڙي جو تباهه ٿيل شهر اتر سنڌ جي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڏوڪريءَ جي اسٽيشن کان 6 ميل پري آهي. سنڌونديءَ هن ماڳ جي اوير ۾ وهي ٿي. هي کنڊر 240 ايڪڙن ۾ ڦهليل آهن.

لئمبرڪ جي راءِ مطابق هيءُ شهر گهيري ۾ ٽن ميلن کان به وڌيڪ ڦهليل آهي ۽ هي تمام گهاٽي آدمشماريءَ وارو شهر هو.

هي کنڊر هن وقت ٻن حصن ۾ ورهايل آهن. هڪ 'مٿيون شهر' جتان شهر پناهه جا آثار مليا آهن، جيڪا ٻن جڳهين کان ڪجهه مٿيري سطح تي جڙيل آهي. ان مٿينءَ سطح تي جوڙيل اڏاوتن ۾ ميونسپل هال، شهري ڪاتن ۽ انتظاميه جون سرڪاري آفيسون ۽ بنگلا، پاڻيءَ جو تلاءُ، ٽنين وارو اسيمبلي هال ۽ هڪ وڏو اناج جو پاندو مليو آهي، جيڪي مٿين سطح تي ان خيال کان ٺاهيا ويا هئا ته جيئن سنڌو درياهه جي ٻوڏن کان انهن جي حفاظت ٿي سگهي ۽ هيٺئين شهر جا ماڻهو به مٿئين شهر جي قلعي ۾ ٻوڏن وقت پناهه حاصل ڪري سگهن.

ٻيو وري هيٺيون شهر، جنهن ۾ رهڻ جون جايون، دڪان، بازاريون، ڪشادا رستا وغيره آهن. هيٺيون شهر به اعلىٰ رٿا سان انجنيئري مهارت سان ٺهيل آهي. هن شهر جون وڏيون گهٽيون شهر کي مختلف وڏن بلاڪن ۾ ورهائين ٿيون.

شروعات ۾ دڙو هڪ ئي هو، پر پوءِ شايد سنڌونديءَ جي ڪنهن اوائلي ليٽ، هن جي اسٽوپا واري حصي کي هيٺينءَ ايراضيءَ کان جدا ڪري ڇڏيو.

موهن جي دڙي جي هزارين ورهيه پراڻي هن شهر ۾ گهرن سميت ٻيون ڪيتريون عمارتون آهن، جن جو مختصر ذڪر ڪجي ٿو:

**وڏو حوض/ تلاءُ:** اسٽوپا جي اتر اوير واري ڪنڊ ۾ هڪ حوض آهي. هيءُ حوض سنڌو سڀيتا جي اوج واري دؤر جي عمارت آهي. هي حوض مستطيل شڪل جو آهي ۽ ان جي 29 فوٽ ڊيگهه ۽ 23 فوٽ ويڪر آهي. ان ۾ اندر لهڻ لاءِ ڏاڪا آهن. هي تلاءُ وڏو ڪليل ۽ ڪشادو آهي، جنهن جون ديوارون 7 يا 8 فوٽ آهن. تلاءُ جو ترو مضبوط ۽ لسو آهي. تلاءُ اٺ فوٽ اونهو آهي. هن تلاءَ جي پر ۾ هڪ کوهه مليو آهي، جتان تلاءَ کي پاڻي پهچايو ويندو هوندو. هن تلاءَ جي صفائي ڪرڻ لاءِ هيٺان هڪ ڪنڊ ۾ سوراخ به آهي، جنهن مان نالي نڪتل آهي. جنهن رستي تلاءَ ۾ جمع ٿيل ڪنو پاڻي نيڪال ڪيو ويندو هوندو. هيءَ ناليِ به نهايت عمدي جڙيل آهي ۽ ايتري اونهي آهي. 6 فوٽ ڊگهو ماڻهو ان ۾ بيهي سگهي ٿو سڄي نالي ڍڪيل آهي. ناليءَ ۾ وچ تي هڪ ڪليل سوراخ (Main hole) آهي. ناليءَ ۾ گندو ڪچرو گڏ ٿي وڃڻ جي صورت ۾ ماڻهو اُن سوراخ مان لنگهي وڃي، ناليءَ جي صفائي ڪندو هوندو. پاڻيءَ جي سيمي کي روڪڻ لاءِ ڏامر نموني جو مصالحو هنيل آهي. تلاءَ جي اوساري سيمنٽ جهڙي مصالحي سان ٿيل آهي. سم جي روڪڻ لاءِ ڏامر ۽ ڪنڪريٽ استعمال ٿيل آهي، حوض جي چئني پاسن کان ورانڊو آهي. ورانڊي جي اتر، ڏکڻ ۽ اوير پاسي مختلف ڪمرا جڙيل آهن. حوض جي ناهڻ ۾ ڪافي محنت کان ڪم ورتو ويو آهي. سرون چلي، چڱيءَ طرح مصالحو لڳائي جوڙيون ويون آهن.

حوض جي ڏاکڻين پاسي سادا نو فوٽ ڊگها ۽ 11 فوٽ ويڪرا غسلخانا ٺهيل آهن. انهن غسلخانن ۾ پردي داريءَ جو خاص خيال رکيو ويو آهي. هر غسلخاني ۾ مٿي وڃڻ لاءِ هڪ ڏاڪڻ آهي. اُن مان اندازو لڳايو ويو آهي ته اهي جايون به ماڙ هيون. هنن غسلخانن ۽ مٿي جاڻايل حوض جو پاڻي وڃي هڪ وڏي نالي ۾ پوي ٿو نه صرف غسلخانا حوض جي پر ۾، پر موهن جي دڙي جي هر گهر ۾ غسلخانا لڌا ويا آهن. جنهن مان خبر پوي ٿي ته موهن جي دڙي وارا صفائي، سنائي ۽ صحت جو خاص خيال رکندا هئا ۽ صبح جو روزانو تڙ ڪري تيل ڦليل ڪرڻ سندن معمول هو.

**پئنچاتي هال- درسگاهه:** تلاءَ ۽ اسٽوپا جي وچ ۾ هڪ تمام وڏي عمارت آهي، جنهن جي ڊيگهه 235 فوٽ ۽ ويڪر 78 فوٽ آهي. انهيءَ جو وڏو در اولهه پاسي هو. هن ۾ تمام گهڻا ڪمرا ٺهيل آهن. خاص بينڪ جون ٿلهيون ۽ مضبوط پٽيون ڏيان ڇڪائيندڙ آهن. ماهرن موجب هيءَ عمارت به ماڙ يا ته ماڙ هوندي. هي ٽنين جو هال ان دور جي ماڻهن لاءِ گڏجاڻيون ڪرڻ لاءِ ٺهيل هوندو. ڇاڪاڻ ته هن هال ۾ ويهڻ لاءِ بئنچن وانگر مٽيءَ جا ڏاڪا ٺهيل آهن ۽ سامهون پليٽ فارم به ٺهيل آهي. وڏي در کان لنگهڻ ڪانپوءِ هال اچي ٿو جيڪو 24 فوٽ ڊگهو ۽ 4 فوٽ ويڪرو آهي، جن جي ڪٻي پاسي هڪ ويڪري در ڪانپوءِ هڪ اڱڻ آهي، جنهن کي چئني طرفن کان پٽيون آهن، اُنهن جي چئني پاسن کان ڪمرا آهن، جن ۾ شايد پروهت يا استاد (پاڙهيندڙ) رهندا هوندا. هال جي سڄي پاسي کان 2 گهٽيون آهن. هڪ گهٽي ننڍي اڱڻ طرف وڃي ٿي، جنهن جي چئني پاسن کان وري ننڍا به ماڙ ڪمرا آهن. ان پاسي ڪيترا ٻيا اڱڻ ۽ ڪمرا آهن.

**هيٺيون شهر:** اسٽوپا جي ايراضيءَ کان هڪ رستو ڏکڻ اوير طرف وڃي ٿو جيڪو ٿورو ئي پري وڃي اوير پاسي مڙي، اوير واري وڏي رستي سان ملي ٿو. اوير واري سڙڪ کوٽيل علائقي کي ٻن حصن ۾ ورهائي ٿي. سڙڪ جي ڏکڻ پاسي ايڇ. آر ايراضي آهي. اتر طرف وي. ايس ايراضي آهي. اوير واري وڏي سڙڪ کي گوني ڪنڊ تي ڪاٽي ٿي ۽ وي. ايس ۽ ايڇ. آر. ايراضين کي ٻن حصن ۾ ورهائيندي، ڊي. ڪي ايراضيءَ تي پهچي ٿي. انهن علائقن ۾ هزارين گهر، تمام گهٽيون گهٽيون ۽ بيشمار کوهه آهن.

**گهر:** موهن جي دڙي مان جيڪي گهرن جون عمارتون مليون آهن، سي سڀ ڪشاديون ۽ هوادار آهن. ڪن گهرن جي اڱڻ ۾ ڏاڪڻ آهي. جنهن مان سمجهجي ٿو ته جڳهيون به ماڙ به هيون. پٽين تي پلستر ٿي انچ ٿلهو چڙهيل آهي. سرون گاري ۽ چيروليءَ سان ٺڦيل آهن. جڳهيون گهٽوڪري پڪين سرن جون ٺهيل آهن.

**دڪان:** موهن جي دڙي ۾ گهرن ڪانسواءِ دڪانن جون عمارتون به مليون آهن. هڪ دڪان اهڙو به مليو آهي، جيڪو شراب خاني جي طرز تي ٺهيل آهي. هڪ دڪان مان نيروليءَ جو ڳُن لڌو ويو آهي ۽ ان تي رنگ جا داغ به اجا ظاهر آهن. جنهنڪري اهو دڪان ڪنهن رنگساز جو معلوم ٿئي ٿو.

**ڪوهه:** هتان ڪافي ڪوهه لڌا ويا آهن. ڪوهن جي اڏاوت هڪ جهڙي آهي. ڪوهه يڪسرا ۽ گولائيءَ تي آهن. هڪ به ڪوهه بيضوي شڪل جا به آهن. ڪوهن پرسان ٻئنچون به ٺهيل آهن. شايد اهي پاڻي پريندڙن لاءِ ويهڻ جون جايون هيون.

**ناليون:** شهر جي گندي پاڻيءَ جي نيڪال جي ترتيب به اعلىٰ قسم جي آهي. هر هڪ رستي، گهٽيءَ ۽ لنگهه ڪي پنهنجي پنهنجي ڍڪيل نالي آهي.

**هڪ ٻئي مٿان اڏيل شهر:** موهن جي دڙي ۾ هڪ ٻئي مٿان ست شهر لڌا ويا آهن. آبڪلاٽيءَ ۾ شايد سنڌونديءَ جي ٻوڏ ۽ چوماسي ۾ جبلن تان پاڻيءَ جي لهي اچڻ سبب هيءُ شهر هڪ ڀيرو زبون ٿيو ٿي ته ماڻهن ڪجهه عرصي بعد ان تي نئون شهر ٻڌو ٿي. ائين شهر مٿان شهر ٻڌائون، جن مان اجا تائين ستن شهرن جو پتو پيو آهي. انهن ستن تهن هيٺان پاڻي نڪتو آهي. قديم آثارن جي ماهرن موجب پاڻيءَ هيٺان پڻ اڏاوتن جا آثار ملن ٿا. مٿي چڙهي آيل سر جي پاڻيءَ جي ڪنهن طريقي سان سطح گهٽ ڪجي ته ڪجهه وڌيڪ تهه دريافت ٿي سگهن ٿا. موهن جي دڙي جي کوٽائي ڪندڙ سر جان مارشل کوٽائيءَ دوران لنڊن جي هڪ اخبار ۾ لکيو ته: ”اسان هيل تائين کوٽائيءَ ۾ هڪ ٻئي هيٺان نون شهر جا ڪنڊر ساڳي مال ۽ مٽيءَ جي تهن هيٺان لڌا آهن. جنهن مان ٻئبيلونيا کان به اڳ جي تهذيب تي روشني پوندي. اسان اجا اونهي کوٽائي ڪنداسين. سمجهون ٿا ته اجا 3، 4 يا 5 شهر انهن تهن مان هٿ ڪنداسين. جن جي عمر 9 کان 11 هزار ورهيه پراڻي هوندي.“

سر جان مارشل دڙي جي کوٽائيءَ کانپوءِ اعتراف ڪيو ته: ”قديم مصر خواه اولهه ايشيا ۾ اهڙو ڪو به مثال ڪونهي، جنهن سان موهن جي دڙي جي رهواسين جي ٺهيل سهڻين سنان ڪوئين ۽ ڪشادن گهرن سان ڀيٽ ڪري سگهجي. انهن ديسن ۾ ديوتائن جي مندرن، محلاتن ۽ راجائي سماڌين تي بيشمار ناڻو لٽايو ويندو هو باقي عام ماڻهو بلڪل سادين مٽيءَ جي جهوپڙين ۾ رهندا هئا، پر سنڌ ۾ تصوير جو بلڪل ٻيو روپ آهي، جتي سندر عمارتون فقط نگر واسين جي سک لاءِ ٺهي جڙنديون هيون.“

موهن جو دڙو، سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جو مرڪز هو ۽ سنڌ ملڪ جي گاديءَ وارو شهر هو جتان هتان جا رهواسي رياست جي ٻين پرڳڻن يا رياستن جي نظرداري ڪندا هئا. هي شهر 3000 ق.م کان لڳ ڀڳ 1500 ق.م تائين آباد رهيو. (وڌيڪ ڏسندا: ’موهن جو دڙو‘)

**ڳاڙهو پڙو:** ڳاڙهو پڙو، سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جو هڪ اهم هنڌ آهي. اڄ کان ڪي 5 هزار سال اڳ ۾ هيءُ هڪ مشهور واپاري شهر هو ۽ هتان مال نه صرف سنڌو سڀيتا جي ٻين شهرن ڏانهن ويندو هو پر هتان سامونڊي ٻيڙا، مال سان ڀري، ميسوپوٽيما (عراق) ۽ مصر لاءِ روانا ٿيندا هئا. هي شهر ان واپاري رستي تي هو جنهن تان هڙاپا، موهن ۽ منديگاڪ جا واپاري پنهنجو مال کڻي لوٿل، رنگپور ۽ سومنات سميت ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جي ٻين شهرن ڏانهن ويندا هئا. هيءُ شهر نه صرف بحري، پر بري لحاظ کان به واپار جي عروج تي رهيو هو بري لحاظ کان ان ڪري، جو بلوچستان واري طرف کان ايندڙ وڻجارڪي واٽ، جيڪا منڇر ڍنڍ جي پرسان لنگهندي هئي، اها پڻ ڳاڙهي پڙي وٽان گذري لوٿل طرف ويندي هئي ۽ ٻيو بري رستو ڊٻ ڏيٿڙي، ڪوٽڏيجي ۽ چانهونءَ جي دڙي کان ٿيندو هتي پهچندو هو بحري لحاظ کان هاڪڙو درياهه ڳاڙهي پڙي کان ڪجهه پنڌ تي وهندو هو جنهن جي رستي ڪالي بنگن، عالمگير پور، هڙاپا ۽ رحمان ڍيريءَ جا واپاري ٻيڙين ۾ سفر ڪري هتي پهچندا هئا ۽ پوءِ سمنڊ رستي ٻاهر ويندا هئا.

ڳاڙهي پڙي جا آثار، ٿرپارڪر ضلعي جي عمرڪوٽ تعلقي ۾ آهن، جنهن جي کوٽائي پاڪستان جي قديم آثارن واري ماهر محمد شريف 1972ع ۾ ڪرائي. هن قديم شهر جا آثار 5 کان 6 ايڪڙن جي وسيع ايراضيءَ تي پکڙيل آهن ۽ دڙي جي سمنڊ جي سطح کان اوچائي 25 فوٽ کن مٿي آهي. هيءُ پڙو ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ حصو ميدان ۾ اڀرندي نڪتل ڀيٽ تي آهي ۽ ٻيو حصو انهيءَ ميدان ۾ فرلانگ کن ڪپر کان اندر بيٺل آهي. هن پڙي ۾ هڪ ڪوٽ جا آثار مليا آهن، جنهن بابت ماهر چون ٿا ته اهو پوءِ جي زماني سان واسطو رکي ٿو، پر ڪوٽ ۾ پکڙيل ٺڪرائو ان راءِ کي شڪ ۾ تبديل ڪري ٿو، ڇاڪاڻ ته ڪوٽ وٽان مليل ٿانون جا ٺڪرا ۽ ٺڪريون، سنڌو سڀيتا جي مليل باقيات سان تعلق رکن ٿيون. ڳاڙهي پڙي مان مليل ٺڪر جا ٿانو هوبهو انهن ٿانون سان مشابهت رکن ٿا، جيڪي اڳ اولهه سنڌ جي شهري تمدن جي بستين مان ملي چڪا آهن. ان ڪري مليل ڪوٽ سنڌو سڀيتا جي وارثن جي محنت ۽ جدوجهد جوئي نتيجو آهي.

ڳاڙهي پڙي جو مٿاڇرو سڄو ٺڪرن جي ڀور ۽ پڪل مٽيءَ جي ذرن سان ڳاڙهو لڳو پيو آهي. جنهن مان هتان جي رهواسين جي ٺڪر جي ٿانون ٺاهڻ ۽ پڪين سرن سان گهرن جوڙڻ جي مهارت ۽ ڪاريگريءَ جو پختو ۽ چٽو ثبوت ملي ٿو هن قديم آثار مان باقياتي کوجنا ڪندڙ ماهرن کي ٺڪر ٿانون جي گهڻائي، ٺڪر جا ڪنگڻ، چقمقي پٿرڻ جا ڌار وارا اوزار، ٽامي جي ڪانڻن جا ٽوٽا ٽوڙي ڀريل، پراڻا سوڌيل ڌاتوءَ جا ننڍا ننڍا ڳنڍا پڻ هٿ آيا آهن. ڳاڙهي پڙي جي آس پاس ۾ ڪو به اهڙو هنڌ نه مليو آهي، جتان چقمقي پٿر هٿ ايندو هجي. ان ڪري چقمقي پٿر ضرور روهڙيءَ مان ڪوٽ ڏيجيءَ جا باشندا هتي آڻيندا هوندا يا وري ڪالي بنگن، هڙاپا، سري ڪولا جا ايندڙ مسافر جيڪي روهڙيءَ رستي

هيڏانهن ايندا هوندا، انهن اهي چقمقي پهڻ يا اوزار هتي آندا هوندا، ڇاڪاڻ ته چقمقي پهڻ ملڻ جو ويجهي ۾ ويجهو هنڌ روهڙيءَ وارا ٽڪر ٿي ٿي سگهن ٿا.

ڳاڙهي پڙي جا رهواسي، جيڪي نه صرف ٺڪر جا عمدا ٿانو ٺاهيندا هئا ۽ پٿر جا اوزار استعمال ۾ آڻيندا هئا، پر ان سان گڏ ڌاتو ڳاري انهن مان پڻ ڌاتوءَ جا اوزار ٺاهيندا هئا. هو پنهنجي ٿانون تي موهن جي دڙي جي رهواسين وانگر چٽسالي ڪندا هئا ۽ عجيب قسم جي چٽن ۽ گلن سان انهن کي خوبصورتي بخشيندا هئا. ٿانون تي وڻ ٽڻ نقش ڪندا هئا ۽ انهن ۾ وڌيڪ دلچسپي پيدا ڪرڻ لاءِ ٿانون کي رنگين پڻ ڪندا هئا. ان ڳالهه جي تصديق ڳاڙهي پڙي تان مليل اهي چٽساليءَ وارا ٿانو ۽ ٺڪريون آهن، جن تي شڪليون ٺهيل آهن. اُنهن ٿانون جو رنگ گهاٽو خاڪي آهي ۽ مٿن اُڪريل وڻن ۾ خاص وڻ ڪجيءَ جو آهي.





**نُهٽو:** نهٽو سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جي دور سان واسطو رکندڙ شهر هو جنهن جا آثار ضلعي ٿرپارڪر جي مٺي تعلقي ۾ هاڪڙي درياهه جي ايرندي ڪپ تي مليا آهن. نهٽو ڏکڻ سنڌ جو سامونڊي چيڙي وارو شهر هو ڇاڪاڻ ته ان دور ۾ سمنڊ جو ڪنارو نهٽي وٽ هو ۽ سمنڊ جو پاڻي نُهٽي شهر جي ڪپرن کي ڇُهندو هو پوءِ ڪافي عرصو گذرڻ بعد سمنڊ هيٺ لهي ويو ۽ اڄ نُهٽي کان ڪوهن تي آهي.

نهٽو سامونڊي ڪناري وارو شهر ۽ درياهي پتڻ هجڻ ڪري سنڌو سڀيتا جي رياست لاءِ وڏي اهميت رکندڙ هو اتر سنڌ جا ٻيڙا ۽ جهاز سري ڪولا، هڙاپا، ڪالي بنگن ۽ ٻين شهرن مان هاڪڙي درياهه رستي هتي مال آڻيندا هئا. جيڪو وري سامونڊي بندرگاهه رستي ٻاهرين ملڪن ڏانهن ويندو هو نهٽو سمنڊ جي ڪاريءَ تي هجڻ ڪري جلدئي ترقي ڪرڻ لڳو ۽ سنڌو ماٿريءَ جي اهم شهرن ۾ شمار ٿيڻ لڳو ايڇ. ٽي لئمبرڪ نهٽي شهر بابت بابت چوي ٿو ته: "هن وسنديءَ جا ماڻهو هاڪڙي درياهه مان پنهنجون ٻيڙيون ڪاهي مٿينءَ سنڌ ڏي ايندا هئا ۽ پنهنجي شهر مان هيٺ سمنڊ رستي ٻين ملڪن سان به واپار ڪندا هئا. نهٽي جي بندرگاهه کان سنڌو ماٿر جا ماڻهو ٻاهرين ملڪن ڏانهن سفر ڪري ويا."

نهٽي جو شهر سمنڊ جي مٿاڇري کان رڳو 15 فوٽ مٿي آهي. نهٽي جا آثار ٻن دورن سان واسطو رکندڙ آهن ۽ اهي آثار ٻن دڙن تي ٻڌل آهن. هڪ اوڀارون دڙو ۽ ٻيو اولاهون دڙو. الهندي طرف وارو دڙو سنڌو سڀيتا جي دور جو آ ي، جڏهن ته ايرندو ويجهڙ جي تاريخي دور جو آهي.

نهٽي مان ڳاڙهي رنگ جا ٿانو مليا آهن، جن ۾ ٺڪر جا ٿانو، ڪنگڻ، سڪا، رانديڪا، بيل گاڏيون، مٽيءَ جا ڦيٿا ۽ زيور شامل آهن. هتان هڪ مستطيل شڪل جي مهر لڌي آهي، جنهن تي تصويري رسم الخط جون ٽي نشانيون اُڪريل آهن. اهڙن ٽي حرفن واري مهر موهن جي دڙي مان پڻ لڌي آهي.

**ٿرڙي گجو:** ٿرڙي گجو، 'ڳوٺاڻي ثقافت' جي دور جو هڪ ڳوٺ آهي، جيڪو ٺٽي شهر کان ڏهاڪو ڪن ميل اولهه طرف آهي. آثار قديمه جي ماهر سر هينري ڪزنس کي هتان نئين پٿر واري دور جي آباديءَ جا دلچسپ آثار مليا. هيءُ ڳوٺ ان به واٽي تي آهي، جيڪو ستڪاجن دور، بالاڪوٽ، عالماڻي کان ٿيندو ٿرڙي گجي وٽان لنگهي نُهٽي ۽ ڪڇ جي ٻين شهرن ڏانهن وڃي ٿو قديم وقت ۾ هيءُ به واٽو به مڪيه واپاري رستو هو جنهن رستي اولهه سنڌو ماٿر جي ملڪن سان ڪاٺياواڙ ۽ ڪڇ جو خشڪيءَ رستي واپار هلندو هو.

هيءُ ڳوٺ به ڪوٽڏجي، ڪوهتراس، ٻليءَ ۽ ڳاڙهي پڙي وانگر هڪ ڪوٽ جي اندر آهي. هن قلعي جون ڀتيون ٽيون هٽڻ ڪري ڪافي ٿلهيون آهن. قلعي جون ڪمانون بهتر قسم جون ٺهيل آهن ۽ قلعي جي ويڪر 250 فوٽ آهي.

هتان مليل اوزار ۽ ٿانو اهڙي ئي قسم جا آهن، جيڪي هن کان اڳ آمري ۽ ان جي همعصر هنڌن تان مليا آهن.

**کوهه تراش بُٺي:** ڪوهتراش بُٺيءَ جا قديم آثار ضلعي دادوءَ ۾ ڪيرٿر جبل جي ڪڇ ۾ ڪرچات کان 10 ڪلوميٽر اتر اولهه طرف آهن. هن بستيءَ جي چوڪي چڪاس ۽ کوٽائي قديم آثارن جي ماهر اين. جي مجمدار ڪرائي. دڙي جي کوٽائيءَ مان معلوم ٿيو آهي ته هيءَ قديم ماڳ سنڌو سڀيتا جي شروعاتي دور سان واسطو رکندڙ آهي ۽ هيءَ بستي سنڌ ۽ بلوچستان ۾ مليل 'ڳوٺاڻي ثقافت' جي زماني جي آهي.

ڪوهه تراش بُٺي، ان اهم 'وڻجارڪي واٽ' تي آهي، جيڪا بلوچستان ۽ سنڌ کي ڳنڍي ٿي. قديم دؤر ۾ هن واٽ تان بلوچستان ۽ سنڌ جي شهرن ڏانهن ايندڙ ويندڙ قافلا لنگهندا هئا ۽ انهن قافلن جي منزل هن ئي بستيءَ ۾ ٿيندي هئي، جو جو هڪ ته اها ان واپاري رستي جي اهم ۽ خاص جڳهه هئي، جتان واپاري پنهنجو سيڌو سامان وٺي، اڳتي جي سفر لاءِ پوري تياري ڪندا هئا. ٻيو ته هي هنڌ ان لاءِ به اهم هو، جو هتي جي سامان جي متاستا ٿيندي هئي ۽ واپاري پنهنجو مال ٻئي ملڪي حصي ڏانهن ويندڙن جي حوالي ڪندا هئا. هيءَ وسندي ان جڳهه تي ان لاءِ به اهم هئي ته علائقي مان لنگهندڙ قافلن جي حفاظت ٿي پئي سگهي ۽ واٽ جي سلامتيءَ لاءِ هتي اهو انتظام ٿيل هو واپارين جي اچ وڃ ۽ رهڻ ڪري هن شهر چڱي ترقي ڪئي، خاص ڪري ڪيرٿر جي ڪڇ ۾ جيڪي ان دور جا ڳوٺ هئا، انهن لاءِ هيءَ جڳهه مرڪز جو ڪم ڏيندي هئي ۽ هو پنهنجو سيڌو سامان هتان گهرائيندا هئا. هتي جي ماڻهن پنهنجي گذر سفر لاءِ مال ڌاريو ۽ ان ڪانسواءِ زراعت پڻ سندن خاص ڪرت ۾ شامل هئي. هتان جا رهواسي، ڪوهستان ۾ رهندڙ ماڻهن وانگر خانه بدوش نه هئا، پر مالوند هئا، هاري هئا ۽ هنن بهترين گهر ٺاهي هڪ هنڌ رهائش اختيار ڪئي ۽ تمدني زندگيءَ جو آغاز ڪيو.

ڪوهتراش بُٺيءَ مان مجمدار کي بهترين قسم جون اڏاوتون مليون آهن. هڪ گهر مان مجمدار کي هڪ ڪنڊ ۾ بهتر قسم جو ٺهيل غسل خانو مليو آهي ۽ ان ئي گهر مان ٻن منزلن واري عمارت جا نشان پڻ مليا آهن. اتان هڪ ڏاڪڻ جا آثار به مليا آهن، جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هتي به ماڙ جڳهيون به ٺهنديون هونديون ۽ گهرن جا فرش پڪسرا هوندا. يعني ڪوهتراش جا رهواسي موهن جي دڙي جي رهواسين جيترا ئي سڌريل ۽ متمدن هئا ۽ صحت جي حفاظتي اصولن تحت روزانو وهنجندا هئا۽ گهر به عمدي قسم جا ڪنهن رٿا سان جوڙيا هئائون.

ڪوهتراش ۾ هڪ عمدو ڪوٽ به مليو آهي. ان ڪوٽ جي پرسان چڱي ايراضيءَ ۾ گهر ٺهيل آهن. مکيه هنڌ کان ٿورو هيٺ ڪلئي ميدان ڏانهن جيڪڏهن نظر وجهجي ٿي ته ان پاسي به وڏي تعداد ۾ رهائش جا نشان ملن ٿا. ڪوهتراش مان مليل ڪوٽ بابت چئي نه ٿو سگهجي ته ڪو اهو خطري وقت بچاءَ لاءِ ٺهيل هو باقي جي ايئن ڪٿي مچجي ته ان ۾ واپارين ۽ وڏن ماڻهن جون جڳهيون يا مال جا پاندا هجن ته بي ڳالهه آهي.

ڪوهتراش جا باشندا مالدار ماڻهو هئا. هو رڍون، ٻڪريون، ڳڏهه، رڇ ۽ ٻيا جانور پاليندا هئا ۽ ڪاڏي ۾ انهن جو گوشت کائيندا هئا ۽ جانورن کان سواريءَ جو ڪم پڻ وٺندا هئا. هو ڌاتن جي استعمال مان پڻ واقف هئا. هو ٽامي مان پنهنجا اوزار ۽ ٿانو ٺاهيندا هئا.

ڳوٺاڻي ثقافت جي ٻين بستين وانگر هي ڳوٺ به ان جي بنياد وجهندڙن پاڻيءَ جي سهولت کي آڏو رکي ٺاهيو ۽ اتي وچي رهائش اختيار ڪيائون. جتي پاڻي جالارو ملندو هو هن بستيءَ جي پرسان چشمو مليو آهي، جتان نه صرف پيئڻ جو پاڻي حاصل ڪيو ويندو هو پر ان چشمي جي پاڻيءَ تي ٻني ٻارو پڻ ڪيو ويندو هو. چاڪاڻ جو گبربندن جي وچ تي هن بستيءَ جي پرسان اهڙي زمين موجود آهي، جتي کيتي ٻاڙي ڪري سگهجي. ٻيو ته برسات جي مند ۾ پاڻي جيڪو جبلن تان لهندو هو اهو گبربندن رستي درياهن ۾ وڃڻ کان روڪي، ان تي هتان جا رهواسي فصل ڪندا هئا.

**پانڊي واهي:** پانڊي واهيءَ جا قديم آثار دادو ضلعي جي جوهي تعلقي ۾ نلي نئن ويجهو آهن. ڳوٺاڻي ثقافت جي وارثن جي هيءَ وسندي ڪيرٿر جبل جي هيٺان هڪ متاهين ماٿريءَ تي آهي. هيءَ وسندي موهن جي دڙي جي شهري تمدن کان اڳ جو هڪ ننڍو ڳوٺ يا واهڻ آهي. کوٽائيءَ دوران اتان ٻه تهه مليا آهن. هيٺيون تهه، جيڪو ڳوٺاڻي ثقافت واري دور



جو آهي، اتان آمريءَ دؤر جو ٺڪرائو مليو آهي، جڏهن ته مٿئين تهه مان هڙاپا دور جا مخصوص ڳاڙهي تر تي ڪاري چٽساليءَ وارا ٿانوَ مليا آهن. قديم آثارن جي ماهر لوئيس فليم جي راءِ آهي ته: اهو ضروري ناهي ته اهڙي چٽساليءَ وارا ٿانو فقط هڙاپا دور سان واسطو رکندڙ هجن. جڏهن ته هتان ملندڙ ڪن ٿانون جو واسطو ڏاڪٽي بلوچستان سان به آهي. ٿانون ڪانسواءِ هتان افغانستان جي قديم آثار منديگاڪ مان لڀندڙ قيمتي مڻيا، نيزا، چقمقي پٿڻ وارا اوزار پڻ مليا آهن. چٽن ۾ پپر جو پن، مچين جا چلر ۽ ڏڳن جا چٽ عام آهن. ڏڳي جي چٽ جو نمونو بلوچستان جي ڪلي- ميهي ڪلچر سان واسطو رکندڙ آهي، جڏهن ته مچين جا چلرن جا چٽ موهن جي دڙي سان واسطو رکندڙ آهن.

هيءَ وسندي انهن ماڻهن جي آهي، جيڪي مال ڌاريندا هئا ۽ پوکي راهيءَ تي گذران ڪندا هئا. هو ننڍا مستطيل گهر ٺاهي، انهن ۾

رهندا هئا. گهرن جي ڀتين جي پيڙهه پٿر جي رکندا هئا، باقي اڏاوت چيرولي يا گاري سان ڪندا هئا. ڪن هنڌن تي سَرن جي تيلين ۽ پيش مان به ڇپر ٺاهيندا هئا ۽ انهن مٿان ٿلهي گاري جو تهه چاڙهي ڇڏيندا هئا. اهڙي قسم جون اڏاوتون گهڻ ئي ٽيننديون هيون، پر گهڻو ڪري پٿر ۽ چيروليءَ سان مضبوط ڪيل اوساريءَ جو ڪم جام هلندو هو. چو جو پانڌي واهي ڪيرٿر جي پاڙ وٽ هئي. جتي پٿر جو ججهو انداز ۽ ان کي سولائيءَ سان حاصل ڪرڻ جا موقعا فراهم هئا. هتان جا باشندا پنهنجا اوزار چقمقي پهڻن مان ٺاهيندا هئا. چقمق ملڻ جو هنڌ پانڌي واهيءَ کي تمام ويجهو آهي. ان هنڌ جي پرسان اوزار ٺاهيندڙ ڪاريگرن جي پٽرائڻ گهرن جا نشان ۽ سنڌن اوزارن جي پور ۽ ٽڪرا وڏي انداز ۾ مليا آهن. پانڌي واهيءَ جي ماڻهن هتي پنهنجي رهائش، پاڻيءَ جي سهولت کي مدنظر رکي اختيار ڪئي ۽ اتي ئي وڃي پنهنجا جهوپا جوڙيا، جتي پاڻي آسانيءَ سان ملي سگهيو ٿي. پانڌي واهي ڳوٺ جي پرسان پاڻيءَ جو هڪ چشمو به مليو آهي. جتان اتان جا باشندا پاڻي حاصل ڪندا هوندا ۽ ان ئي چشمي جي پاڻيءَ تي گذرسفر لاءِ ٻني ٻارو ڪندا هوندا. ان چشمي مان نڪتل هڪ ڪڙيي (واٽر) جا نشان مليا آهن، جيڪو ڪڙيو چشمي مان نڪري آباديءَ لائق زمين کي پوک ڪرڻ لاءِ پاڻي پهچائيندو هو. پون وگياني ماهر فيبدن گهڻو اڳ ان چشمي جو جائزو وٺي ٻڌايو هو ته چشمو جيترو اڳي پاڻي ڏيندو هو، هاڻي ايترو نه رهيو آهي.

پانڌي واهي وسنديءَ ۾ اسان کي ٻن قسمن جا گهر ملن ٿا. هن وسنديءَ جا مرڪزي گهر، جيڪي ننڍڙي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهن، اهي هڪ قدرتي مٿانهين دڙي تي آهن. انهن گهرن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هي گهر جيڪي مرڪز ۾ آهن، اهي ڳوٺ جي چڱي مڙس ۽ سندس عزيزن جا هوندا ۽ ان مرڪزي رهائشي ايراضيءَ جي چوڌاري پري پري تائين چوٽائي ڪن ميل ۾ اڪيلا گهر يا گهرن جا ميڙاڪا لڌا ويا آهن، جيڪي ٻئي قسم جي گهرن ۾ شامل آهن. جتان ڪافي انداز ۾ ڀڳل ٺانوَ، قيمتي چقمقي پهڻن جا اوزار مليا آهن. اهي گهر وسنديءَ جي هارين نارين ۽ مالوندن جا هوندا. پانڌي واهي وسنديءَ جا رهواسي هاري ۽ مالدار هئا. پنهنجو گهڻو وقت مال چارڻ ۽ زراعت ڪرڻ تي صرف ڪندا هئا.

هن وسنديءَ جي ملڻ سان سنڌو ماٿر جي قديم ڳوٺاڻي ثقافت تي وڌيڪ روشني پوي ٿي. ٻيو ته هيءَ هنڌ ان ڪري به اهم آهي، جو هي ميسوپوٽيما (عراق) سان ٿيندڙ واپاري رستي تي هو ۽ واپاري قافلا هي وسندي لتاڙي مولا لڪ ذريعي ميسوپوٽيما ويندا هئا.

**ڪِڙي گل محمد:** ڪڙي گل محمد جا قديم آثار ڪوئيٽا شهر کان 3 ميلن جي فاصلي تي آهن. نيچرل هسٽري ميوزم آف آمريڪا جي هڪ ماهر والٽر سروس جونيئر 1951-1950ع ۾ صوبي بلوچستان جي ڪوئيٽا ماٿر ۾ قديم آثارن جي ڇڪاس ڪندي هيءَ هنڌ ڳولي لڌو. هن کي اتي پوئين پٿر واري زماني جي شروعاتي دور جا تهه مليا هئا. انهيءَ دور جي ماڻهن کي مٽيءَ جا ٺانوَ ٺاهڻ به ڪونه ايندا هئا. هتان کُٽ جي دور کان اڳ ٺهيل پٿر جا اوزار لڌا ويا آهن. هتان جا رهاڪو ڪچي مٽيءَ جي گهرن ۾ رهندا هئا. رڍون پاليندا هئا ۽ ڪيتيءَ ڪرڻ کان پڻ واقف هئا. جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هو انهن جانورن جو گوشت پڻ ڪائيندا هئا. هيءَ بستي مشهور 'شهري تمدن' کان تمام گهڻي اڳ جي ڳوٺاڻي ثقافت' جي دور جي ڳوٺاڻي آبادي هئي، جنهن جي عمر ماهرن 4200 ق.م مقرر ڪئي آهي.

ڪِڙي گل محمد جي قديم آثارن مان ماهرن کي هڪ دڙي جي 40 فوٽ کوٽائيءَ ڪانپوءِ اهڙن قديم ماڻهن جا آثار مليا آهن، جيڪي شروعات ۾ ٺانون جي استعمال کان اڻ واقف هئا. انهن جا اوزار صرف پٿر جا چاقو، هڏن جون سُيون ۽ نيزا ئي هئا. هو پنهنجا گهر اُس ۾ سڪايل ڪچين سرن جا ٺاهيندا هئا. هو مالوند هجڻ سان گڏ زراعت جي فن کان به واقف هئا. ڪٿي ڪٿي بيبدولا ۽ ٿلها برتن مليا آهن، شايد اهي سندن برتن ٺاهڻ جون شروعاتي ڪوششون هجن. آهستي آهستي هنن ان فن ۾ ترقي ڪئي ۽ اهڙيءَ طرح ٻن قسمن جا ٺانو رائج ٿي ويا. دڙي جي مٿانهين تهه مان اهڙا ٺانو مليا آهن، جن جي بناوت ۽ رنگين نقش نگاري اڄ جي ٺانون سان مقابلو ڪندڙ آهي. انهن ۾ پهريون قسم اهڙن ٺانون جو آهي، جيڪي ذوب جا برتن ڪوٺجن ٿا. چاڪاڻ ته اهي ذوب ۽ لورالائيءَ جي وادين ۾ زياده استعمال هيٺ هئا. انهن ٺانون جو تهه گهاٽي ڳاڙهي رنگ جو آهي، جنهن تي ڪاري رنگ جي چٽسالي ٿيل آهي.

مٿئين تهه مان مليل ٺانون تي خاص ڪري هرڻ ۽ ڪونهڻ نما پٽين وارن ڍڳن جون تصويرون ٺهيل آهن. ٻئي قسم جا اهي ٺانو آهن، جيڪي سڀ کان پهريان ڪوئيٽا جي علائقي ۾ لڌا ويا. ڪوئيٽا مان مليل ٺانون جو تهه ڳاڙهي بجاءِ هلڪو پورو آهي ۽ انهن تي جانورن جون تصويرون تمام گهٽ آهن.

**دمب سادات:** ڪوئيٽا کان 10 ميل پري قلات ڏانهن ويندڙ رستي تي سنڌو سڀيتا جي وارثن جي هڪ اهم بستي دمب سادات ملي آهي.



جنهن جي 1942ع ۾ آثار قديمه جي هڪ ماهر اسٽيوئرٽ پگٽ کوٽائي ڪرائي. دمب سادات ۾ زمين جي اصل سطح تائين کوٽائي ڪرائي وئي، جتان آباديءَ جا 3 تهه مليا آهن. آخري تهه مان اعليٰ قسم جي مٽيءَ جا

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب

برتن مليا آهن. مٽيءَ تھ مان هڪ چبوترو مليو آهي، جنهن جي بنياد جي ڪنڊ ۾ پٿرن سان تعمير ٿيل هڪ تھ خانو مليو آهي، جتان هڪ ديويءَ جي مورتي ملي آهي. مورتي هڪ ننڍي پليٽ فارم تي نصب ٿيل آهي. جنهن متعلق چيو وڃي ٿو تہ اها ذوب ديويءَ جي مورتي آهي.

هن دڙي جي کوٽائيءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ هتي جا ماڻهو گهر ٺاهي رهندا هئا. سندن گهر ننڍن ننڍن ڪمرن تي مشتمل هوندا هئا. جن جي اندروني ڊگهائي ۽ ويڪرائي عام طرح 10 ۽ 7 فوٽن جي ويجهو هوندي هئي. سندن گهرن جي پيڙهہ ۾ پٿر استعمال ٿيل هوندو هو ۽ مٿي اوساري مٽيءَ جي سرن جي ٿيل هوندي هئي. ڪٿي ڪٿي پٿر بہ استعمال ٿيل هوندو هو. سندن گهرن جي ڪوٺين ۾ عام طرح پٿرن جو فرش لڳل هوندو هو ۽ ڪمري جي هڪ ڪنڊ ۾ چلهہ پڻ ٺهيل هوندي هئي. شهر جي رٿابندي، سنڌو سڀيتا جي ٻين بستين وانگر اعلىٰ قسم جي نہ هئي، شهر جون گهٽيون سوڙهيون ۽ ڏنگيون ڦڏيون آهن. گهرن ۾ اناج ڪٺي ڪرڻ لاءِ مٽيءَ جا برتن مليا آهن. ان کانسواءِ گهرن مان شراب ٺاهڻ جا برتن، پيالا ۽ گلاس پڻ مليا آهن. جيڪي ڏاڍي سٺي مٽيءَ جا ۽ اعلىٰ نموني جي ڪاريگريءَ سان ٺهيل آهن. انهن برتنن کي سهڻن رنگن ۽ چٽن سان سينگاريو ويو آهي. اتان هڪ ڪير ماپڻ جو ٿانءُ پڻ مليو آهي.

دمب سادات مان مليل مٽيءَ جا اهي برتن خاص ڌيان لهڻن، جن تي اکرن جون نشانيون مليون آهن. اهڙائي نشان ڪوئيٽا مان مليل ٿانون تي پڻ مليا آهن. هي نشان رومي حرف هجي سميت 'وي' (V)، 'ڊبليو' (W)، 'اي' (A)، 'ٽي' (T) ۽ ٻين حرفن جهڙا آهن. اهي اکرڪچن ٿانون تي ڪاٺيءَ يا ڪنهن ٻي نوڪدار شيءِ سان لکيل آهن، جيڪي انهن ٿانون جي مالڪن جون خاص نشانيون معلوم ٿين ٿيون.

دڙي جي کوٽائيءَ مان ٽامي ۽ ڪُٽ جا اوزار مليا آهن ۽ ٻيا اوزار گهڙو ڪري هڏن، پٿرن، چقمقي پهڻن ۽ سليٽ جهڙي نرم پٿرن مان ٺهيل آهن. اتان سپن ۽ پٿرن جا سادا مڻيا بہ مليا آهن.

سادات جا ماڻهو اناج، اڄڪلھ جي ماڻهن وانگر پيهندا ڪو نہ هئا، پر ان کي پٿر جي اُکرين ۾ ڪٽي استعمال ڪندا هئا. سندن گهرن مان رڍن ۽ ٻڪرين جون بہ ڪافي هڏيون مليون آهن، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هو انهن جانورن جو گوشت کاڌي طور استعمال ڪندا هئا. سندن مکيہ ڌنڌو هارپو هو ان کان سواءِ واپار ڪرڻ ۽ مال چارڻ بہ سندن ڪرت ۾ شامل هئا.

دڙي جي کوٽائيءَ مان مٽيءَ جا ٺهيل ٻت ۽ مورتيون ڪافي انداز ۾ مليون آهن، جيڪي ماتا ديويءَ جون مورتيون معلوم ٿين ٿيون. جن جي ڳچين ۾ مڻين جا هار پيل آهن ۽ انهن جا وار چيلھ تائين لڙڪندڙ آهن. ماتا ديويءَ جي مورتين کانسواءِ ڪونهي نما ڍڳن ۽ گهوڙن جا مجسما پڻ مليا آهن. ماهرن موجب هي گهوڙن جي قديم شڪل آهي، جيڪا ننڍي کنڊ ۾ اڄ تائين ڪا نہ ملي آهي. اُن ڪري معلوم ٿئي ٿو تہ دنيا ۾ پهريون دفعو گهوڙا دمب سادات وارن پاليا.

شهر جي چوڌاري هڪ ڪوٽ جا آثار مليا آهن، جيڪو شايد اتان جي رهواسين شهر جي حفاظت لاءِ اڏيو هجي.

هتان ملندڙ باقيات، موهن جي دڙي جي رهواسين جي ملندڙ باقيات سان ڪافي حد تائين مشابهت رکي ٿي. اهڙيءَ طرح هيءَ بستي سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جي وارثن جي هڪ اهم بستي آهي، جيڪا بلوچستان جي ڪوئيٽا ماٿر ۾ ملي آهي.

**ستڪاجن دور:** بالاڪوٽ جا قديم آثار بلوچستان جي ضلعي لسٻيلي ۾ سونمياڻي بندر ويجهو حب نديءَ جي ڪناري تي واقع آهن. هن ماڳ



جي کوٽائيءَ جي رٿا هڪ ماهر جارج ايف ڊيلز ڪيليفورنيا يونيورسٽيءَ جي هٿ هيٺ تيار ڪئي. 1996ع ۾ هن ماڳ تي جوڪ چڪاس جو ڪم شروع ٿيو.

کوٽائيءَ دوران هتان پٿين ۽ ڪمرن جي فرشن جا آثار مليا آهن. هن ماڳ مان ڪيترائي اهڙا ڪمرا مليا آهن، جن ۾ سرن ۽ پٿرن جون ناليون ۽ صحيح سالم حالت ۾ مرتبان مليا آهن. ماڳ جي الهندي حصي تي ڪيترين ئي اوچين ديوارون مليون آهن، جن کي پبلڪ ائڊمنسٽريشن جون عمارتون سڏي سگهجي ٿو.

هتان وڏي تعداد ۾ مٽيءَ جا ٿانو مليا آهن. مٽيءَ جون مهرون تيار ڪرڻ جي هڪ ٻٺي بہ ملي آهي، جيڪا اڃا چڱي نموني صحيح سالم آهي. ان وڏي ٻٺيءَ جي پرسان ڪيترين ئي ننڍيون ننڍيون ٻٺيون بہ مليون آهن، جن مان ڏاندن جا مجسما مليا آهن.

قديم آثارن جي ماهرن کي هتان ڪوڏن، سپين، گهونگهن جا ٺهيل آرائشي زيور ۽ ٻيو سامان مليو آهي. بالاڪوٽ جي وڏي صنعت سپين ۽ ڪوڏن جون ٺهيل چوڙيون آهن، جيڪي عورتن لاءِ زيور طور استعمال ٿينديون هيون.

هتان جي رهواسين جو اهم ڌنڌو واپار هو ۽ ماهيگيريءَ جي فن کان پڻ واقف هئا. ان کري ٻيڙيون ٺاهڻ جي هنر ۾ ماهر هئا. هو پنهنجن ٻيڙين کي هاڪاري نہ صرف سمنڊ رستي ايراني نار ۾ پهچندا هئا، پر ان کان اڳتي مصر تائين سفر ڪندا هئا.

**دبر ڪوٽ:** دبر ڪوٽ جا قديم آثار موجوده بلوچستان صوبي ۾ لورالائيءَ جي ڏکڻ ۾ مليا آهن. هي دڙو 113 فوٽ اوچو آهي ۽ ان جو قطر




1255 فوٽ آهي. دبر ڪوٽ قنڌار ڏانهن ويندڙ پراڻي رستي تي واقع آهي. هن دڙي جي مٿانهين تهہ ۾ سنڌو ماٿريءَ جي دور جون باقيات مليون آهن. جيڪڏهن وڌيڪ کوٽائي ڪرائي وڃي تہ هيٺين تهن مان ان کان اڳ جي رهاڪن جي باقيات ملڻ جي اميد رکي سگهجي ٿي. (صديقي، ص-55)

**اوائلي سنڌو تهذيب جا ماڳ:** اوائلي سنڌو تهذيب جي اوسر جا بہ دور آهن، جيڪي هاڪڙا/راوي کان ڪوٽڏجيءَ تائين ملن ٿا، جن جو دور 3500-2800 ق.م ڪٿيو ويو آهي. هن دور ۾ سنڌو تهذيب پنهنجا ابتدائي مرحلا طئي ڪيا. لاڏائو قبيلا ڪاڏي ۽ پاٽيءَ جي سهوليتن موجب ڳوٺ ٺاهي ويٺا. ان دور سان واسطو رکندڙ ماڳ جيڪي هن وقت تائين لڌا آهن، اهي 75 آهن. جن جو وچور هيٺينءَ ريت آهي:

| نمبر | نالو | هنڌ | رمارڪ |
|---|---|---|---|
| 1 | احمد شاهہ | بارڻ نئن (ڄامشورو ضلعو) | 1934ع ۾ مجمدار کوٽي لڌو |
| 2 | آمري | ضلعو دادو (هاڻي ضلعو ڄامشورو) | - |
| 3 | عارب جو ٿاٽو | ٽاٽوبولاخان/ نئن بارڻ | - |
| 4 | باڪري وارو (اوپر) | ميرواهہ، خيرپور | - |
| 5 | باڪري وارو ڏکڻ | ميرواهہ، خيرپور | - |
| 6 | پير | نارا ويلي، سکر | هنري هنڌ |
| 7 | پانڊو قبو | رتوديرو، لاڙڪاڻو | بيٺڪ |
| 8 | ٻنڌي | منڇر تعلقو سيوهڻ | بيٺڪ: ڪوهستان پٿر وارو آمري ڪلچر |
| 9 | ٻنڌي فلنٽ | تعلقو سيوهڻ | هنري هنڌ |
| 10 | بيبيءَ جي پٽ | نئن بارڻ، جوهي | بيٺڪ: آمري دور جو ٽڪرانو |
| 11 | سينٽرل پروسيسنگ پلانٽ | سکر | هنري هنڌ |
| 12 | چوبارو ڏکڻ- 1 | ٺري ميرواهہ، خيرپور | هنري هنڌ |
| 13 | چوبارو ڏکڻ- 3 | ٺري ميرواهہ، خيرپور | هنري هنڌ |
| 14 | چورلو | منڇر، تعلقو سيوهڻ | بيٺڪ/ آمري ڪلچر |
| 15 | ڇُٽي جي ڪنڊ | گاج واديءَ ۾، تعلقو سيوهڻ | بيٺڪ/ آمري ڪلچر |
| 16 | چونڊڪو | خيرپور ميرس | - |
| 17 | دمب بٺي | تعلقو سيوهڻ | بيٺڪ/ آمري |
| 18 | ڊلاٺي جو ڪوٽ | نئن بارڻ/ جوهي | بيٺڪ |
| 19 | ڏبي-2 | ڏبي، خيرپور | هنري هنڌ/بيٺڪ |
| 20 | ڏبي-3 | ڏبي، خيرپور | هنري هنڌ/بيٺڪ |
| 21 | ڏبي-4 | ڏبي، خيرپور | هنري هنڌ/بيٺڪ |
| 22 | ڏبي-5 | ڏبي- خيرپور | - |
| 23 | ڍنڍ جو اوپر- 4 | ميرواهہ، خيرپور | - |
| 24 | ڍنڍ جو اوپر- 5 | ميرواهہ، خيرپور | - |
| 25 | ڍنڍ جو اوپر- 6 | ميرواهہ، خيرپور | - |
| 26 | ڳنيرو 8 | ٺري، خيرپور | - |
| 27 | ڳنيرو 12 | ٺري، خيرپور | - |
| 28 | گهانگهرڪوويرو-II | ٺري، خيرپور | - |
| 29 | غازي شاهہ | جوهي، دادو | بيٺڪ |
| 30 | گوراندي: الف | غازي شاهہ جي ڏکڻ | بيٺڪ |
| 31 | گوراندي: ب | جوهي، غازي شاهہ جي ڏکڻ | بيٺڪ |
| 32 | هادي بخش واند | - | - |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 33 | هوٽياٽو فلنٽ | لڪي جبل، ڪوهستان | هنري هنڊ |
| 34 | جمال شاھ، اتر- 3 | ڏبي، خيرپور | هنري هنڊ |
| 35 | جمال شاھ- اتر 4 | ڏبي، خيرپور | هنري هنڊ |
| 36 | جمال شاھ ڏکڻ 1 | ڏبي، خيرپور | هنري هنڊ |
| 37 | جمال شاھ ڏکڻ 2 | ڏبي، خيرپور | هنري هنڊ |
| 38 | جمال شاھ- ڏکڻ 3 | ڏبي، خيرپور | هنري هنڊ |
| 39 | جمال شاھ سم | ٺري ميرواھ، خيرپور | هنري هنڊ |
| 40 | جاڙي جي ڪلات | نئن گاج جو ڪاپو ڪنارو، تعلقو جوهي | بينڪ |
| 41 | ڪچو ٻُني | نئن داڦرو، جوهي | بينڪ |
| 42 | ڪائي ٻُني | ڪائي ماڙي، سيوهڻ | بينڪ |
| 43 | ڪانڌيرڪي-1 | اڇڙوتڙ، خيرپور | هنري هنڊ |
| 44 | ڪندو II | - | بينڪ |
| 45 | ڪجور | نئن بارڻ، ٽاٽو بولا خان، ديهه ڪجور | بينڪ |
| 46 | ڪوهتراش | عارب جو ٽاٽو، ٽاٽو بولا خان، ڪوهستان نئن بارڻ | بينڪ |
| 47 | ڪٿ (Khuth) سم- | خيرپور ميرس | هنري هنڊ |
| 48 | ڪٿ سم-2 | خيرپور ميرس | هنري هنڊ |
| 49 | ڪٿ سم-3 | خيرپور ميرس | هنري هنڊ |
| 50 | ڪٿ سم-4 | خيرپور ميرس | هنري هنڊ |
| 51 | ڪوٽ ڏجي | خيرپور ميرس | بينڪ |
| 52 | لڪ شريف | - | بينڪ |
| 53 | لياري نئن | لڳ ڪراچي يونيورسٽي | بينڪ |
| 54 | لول ماڙي | - | بينڪ |
| 55 | لوهڙي | مسڻ، تعلقو جوهي، منڇرجي ڪنڌ | بينڪ |
| 56 | لنڊي ٻني | نئنگ کان ڏيڍ ميل اوپر، تعلقو سيوهڻ | بينڪ |
| 57 | مليرڙي لانڊي | ڪوهستان، ٽاٽو بولا خان، داڦڙو ٽڪريءَ جي پرسان | بينڪ |
| 58 | مگرين جو پٽ | - | بينڪ |
| 59 | عثمان ٻهڻ | خيرپور | بينڪ |
| 60 | نير (Neer) | - | بينڪ |
| 61 | پانڌي واهي ٻُني | جوهي، ناڙي | بينڪ |
| 62 | پانڌي واهي | منڇرجي اتر ۾ تعلقو جوهي | بينڪ |
| 63 | پير سُرهيو | روهڙي ٽڪريون لڳ ادهم سلطان، ست ڪلوميٽر ڪوٽڏجيءَ جي اتر اوڀر ۾ | هنري هنڊ |
| 64 | ڦيراڙيو IV | روهڙي ٽڪرين ۾ | هنري هنڊ |
| 65 | پيراها وليج | - | هنري هنڊ 2002 |
| 66 | پوکڻ لانڊي | ڪرچات کان ست ڪلوميٽر، تعلقو ٽاٽو بولا خان، محال ڪوهستان | بينڪ |
| 67 | راجو ديرو | جوهي | مجمدار ڳولي لڌو |
| 68 | رڙ وارو | خيرپور | بينڪ 2000 |
| 69 | سنيسو سبم نمبر 8 | خيرپور- ميرواھ | هنري هنڊ 2002-2003 |
| 70 | سينسو سم نمبر 10 | خيرپور- ميرواھ | هنري هنڊ 2002-2003 |
| 71 | تلورجي پٽ | ڪوٽ لالو، خيرپور ميرس | هنري هنڊ 2002-2003 |
| 72 | تلاءِ واري ڍنڍ- II | خيرپور | هنري هنڊ 2002-2003 |
| 73 | وڪرويلي، اتراوير | ڏبي خيرپور | بينڪ 2005 |
| 74 | وڏي سم اتر نمبر-I | ڏبي، خيرپور | بينڪ 2005 |
| 75 | وڏي سم- ڏکڻ | ڏبي، خيرپور | بينڪ 2005 |

**سنڌو تهذيب جو پختو دور (Mature Indus Period/ Harappan Period):**

2600 ق. م کانپوءِ اوائلي سنڌو تهذيب وارن ڳوٺن چڱي ترقي ڪئي ۽




اُهي وڏن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ تبديل ٿيا، جن ۾ موهن جو دڙو، هڙاپا ۽ گنيري والا ماڳ وڏن ترقي يافته شهرن جي صورت ۾ پاڪستان جي



حدن ۾ ملن ٿا، جڏهن ته ڍولاويرا، ڪالي بنگن، راکي ڳڙهي، روپڙ ۽ لوٿل جهڙا وڏا شهر ڀارت جي حدن ۾ ملن ٿا.

سنڌو تهذيب جو هي دور تمام ترقي يافته سمجهيو وڃي ٿو هن دور ۾ نه رڳو شهر وڌي وڏا ٿيا، پر سماج به بنهه مضبوط ٿيو ۽ شاندار روايتون قائم ٿيون. هر شهر پنهنجي اندران اندر وڌيو ويجهيو. ان سلسلي ۾ ڪافي لکيو ويو آهي. هتي انهيءَ دور ۾ وسندڙ شهرن، ڳوٺن وغيره جو احوال ڏجي ٿو.

هن وقت تائين سنڌ جي حدن اندر پڪي پختي سنڌو تهذيب جي دور جا 90 ماڳ هٿ آيا آهن، جن جو تفصيل هيٺينءَ ريت آهي:

| نمبر | نالو | هنڌ | ريمارڪ |
|---|---|---|---|
| 1 | آڏت جو دڙو | ڏوڪريءَ کان ڏهه ميل اولهه | مجمدار 1927-1928ع ۾ ڳولي لڌو |
| 2 | علي مراد | پير غازي شاهه کان 13 ميل اتر، اتر اوڀر، تعلقو جوهي | مجمدار، 1934ع ۾ ڳولي لڌو |
| 3 | الهڏنو/ نل بازار | لگ ڀڳ ملوٽي ڪراچي | - |
| 4 | ملاٽو | نئين مول ۽ نئين ملير جي سنگم تي ڪراچيءَ کان 40 ڪلوميٽر اتر اولهه | لوئيس فليم ۽ مجمدار جي دريافت |
| 5 | انگيارو (Angiaro) | سکر | - |
| 6 | ڀهڻ واري پٽ | سکر | قاصد ملاح جي دريافت |
| 7 | ٻکري وارو اوير | ٺري ميرواهه، خيرپور ميرس | خيرپور يونيورسٽي جي دريافت |
| 8 | ڀنيا | - | - |
| 9 | هنڌٽي فلنٽ | نئين هنڌٽي کان ميل کن ڏکڻ ۾ ڪوهستان | مجمدار |
| 10 | هنڌٽي گبر بند | سيوهڻ جهانگارا کان اٺ ميل ڏکڻ ۾ | مجمدار، بدرابڙي ۽ حاڪم علي شاهه جي دريافت |
| 11 | پانڊو قبو | رتيديري لاڙڪاڻي کان اوڀر 4 ڪلوميٽر جي پنڌ تي | خيرپور يونيورسٽيءَ جي دريافت |
| 12 | بنڪيو ويرو II | | شيخ 2002-2003 |
| 13 | بنڪيو ويرو I | | شيخ 2002-2003 |
| 14 | پير | نارا ڪئنال جي ڪاهي ڪناري 6 ڪلوميٽر روهڙيءَ وارين ٽڪرين جي اوڀر ۾ | قاصد ملاح جي تحقيق |
| 15 | پڙو طاهر فقير | تعلقو نارو | شيخ 2002-2003 |
| 16 | چانهوءَ جو دڙو | سڪرنڊ، نوابشاهه | مجمدار 1934 |
| 17 | دمب ٻٺي | جهانگارن کان 10 ڪلوميٽر ڏکڻ اولهه تعلقو سيوهڻ | مجمدار 1934 |
| 18 | ديهه ماڙي سپڙ | نواز ڏاهري، ضلعو شهيد بينظير آباد (نواب شاهه) | - |
| 19 | ديراڙو II | ڳوٺ ديراڙو تعلقو روهڙي | - |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 20 | ڏيسوئي | ٽاٽي بولاخان کان 8 ڪلوميٽر اتر اوڀر | - |
| 21 | ڏلھ ٻلي | ڳوٺ ڏلھ، لڪي جبل | مجمدار 1934 |
| 22 | ڏيجيءَ جي ٽڪري | ڪوٽڏيجي، خيرپور | - |
| 23 | ڏبي (Dubi) 3 | ٺري ميرواھ | هنري هنڌ |
| 24 | ڏبي (Dubi) 4 | ٺري ميرواھ | هنري هنڌ |
| 25 | ڏبي (Dubi) 5 | ٺري ميرواھ | هنري هنڌ |
| 26 | ڏبي (Dubi) 6 | ٺري ميرواھ | هنري هنڌ |
| 27 | نھتو | مٺيءَ لڳ ڍوري پراڻ جي اوڀر طرف، ضلعو عمرڪوٽ | |
| 28 | ڍنڍجي لوپرولارو ماڳ | ٺري ميرواھ | ملاح |
| 29 | ڳاڙھو ڀڙو | ڳوٺ خيرمحمد ٻھڻ جي اوڀر ۾ تعلقو فيض گنج، ضلعو خيرپور | رهائشي بستي |
| 30 | غازي شاھ | دادو/ منڇر ڍنڍ جي اتر ۾ تعلقو جوهي | اين. جي. مجمدار ۽ لوئس فليم جي دريافت. ٽنڊي رحيم خان کان ڏکڻ اوڀر ڇهن ڪلوميٽرن تي. |
| 31 | گھوب | سکر | قاصد ملاح جي دريافت |
| 32 | هادي بخش جي واند | خيرپور | شيخ جي دريافت |
| 33 | حسن علي | ڪراچيءَ کان ساڍا پنجٽهه ڪلوميٽر اتر-اوڀر | - |
| 34 | هوٽياڻو فلنٽ | لڪي جبل ۾ شاھ جي ڪوٺيڙي لڳ هڪ چشمي جي ڀر ۾ | هنري هنڌ/ بيلڪ چقمقي پٿر ۽ عمارتن جي پيڙھ جا نشان ملن ٿا |
| 35 | حيدر شاھ جي ڍنڍ | - | شيخ 2002-2003 |
| 36 | جمال شاھ اتر- 3 | ٺري ميرواھ، خيرپور ميرس (جمال شاھ ڍنڍ جي اتر ۾) | جمال شاھ ڍنڍ جي اتر ۾ ننڍا پٿر جا اوزار ۽ ٺڪرائو ملي ٿو ٺڪر جون چوڙيون ۽ ٽِڪيون پڻ ملن ٿيون. |
| 37 | جمال شاھ اتر- 4 | ٺري ميرواھ، خيرپور ميرس | بينڪ، پٿر جي چل، ٺڪر جون چوڙيون، ٽڪيون ۽ ٻيو ٺِڪر جو سامان ملي ٿو. |
| 38 | جمال شاھ اوڀر- 1 | ٺري ميرواھ، خيرپور ميرس | بينڪ چل، پٿر جا پتا، ٺڪريون، ٽڪيون |
| 39 | جهڏير جو دڙو | جيڪب آباد | - |
| 40 | ڪنڊر پٽ | خيرپور ميرس | - |
| 41 | ڪُنڊرڪي II | خيرپورميرس | - |
| 42 | ڪُنڊرڪي III | خيرپورميرس | - |
| 43 | ڪرهيو پير (بندري) | - | - |
| 44 | ڪرچاٽ | ڪرچاٽ ڪوهستان نئن بارڻ | - |
| 45 | ڪائوڙ ديھ IV | ضلعو جام شورو | - |
| 46 | ڪائوڙ ديھ | ضلعو جام شورو | - |
| 47 | ڪپرو II | ضلعو سانگھڙ | شيخ 2002-2003 |
| 48 | ڪپرو I | ضلعو سانگھڙ | شيخ 2002-2003 |
| 49 | خيرو | - | شيخ 2002-2003 |
| 50 | ڪوسو ديرو | - | - |
| 51 | ڪوٽڏيجي | خيرپور ميرس | ايف. اي خان 1965 |
| 52 | لاڪيريو/ لاڪرنڊ | ديھ گڇيرو، تعلقو فيض گنج | - |
| 53 | لاڪين جو دڙو | سکر | دڙو 50 هيڪٽرن جي ايراضي ۾ پکڙيل آهي. |
| 54 | لاکيو پير | منڇر جوهي ٻئريج کان 3 ڪلوميٽر | |
| 55 | لوهم جو دڙو | پيارو ڳوٺ ريلوي اسٽيشن، دادو | ماڳ مڪمل تباھ ٿي ويو. اتي هن وقت پنجابين جو ڳوٺ آباد آهي. |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 56 | ممڙو/ ممڙ ٽيڙ | ڳوٺ ممڙو، روهڙيءَ کان 3 ميل اوپر | ماڳ جي پکيڙ ايکڙ کن ٽيندي. |
| 57 | ممڙو پِٽ | ڳوٺ ڪاري پير کان 3 ڪلوميٽر اتر- تعلقو روهڙي | - |
| 58 | مهراڻو | خيرپور ميرس | - |
| 59 | مياڻو | - | شيخ 2002-2003 |
| 60 | موهن جو دڙو | ڏوڪري، ضلعو لاڙڪاڻو | جان مارشل جي دريافت |
| 61 | مورگچي (Moor Gachi) | - | قاصد ملاح، 1994 |
| 62 | نير (Nair) | سکر | قاصد ملاح، 1994 |
| 63 | ناري وارو ڍورو | شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور کان 12 ميل ڏکڻ اولهه، ڪوٽڏيجيءَ کان 6 ميل اتر | هي دڙو 2500x1500x25 فوٽ، ماڳ ڏيڍ ايکڙ کن ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. |
| 64 | نزگاٽي ڪنڊ | نئَن گاج جي واديءَ ۾ روهيل ڪنڊ کان اٽڪل ڏيڍ ڪلوميٽر | اين. جي مجمدار جي دريافت |
| 65 | اوڏي پِٽ | - | قاصد ملاح:1994 |
| 66 | عثمان جي ٻُني | نئَن بارڻ، ضلعو ڄامشورو | - |
| 67 | پئي جو ڪوٽيڙو | راجو ديرو، جوهي | اين. جي مجمدار جي دريافت |
| 68 | پانڌي واهي | لڳ ڳوٺ پانڌي واهي، تعلقو جوهي نئَن ناڙي | اين جي مجمدار جي دريافت |
| 69 | ڦل ڍهو دڙو | ڳوٺ ڦل ڍهو، تعلقو روهڙي، ضلعو سکر | - |
| 70 | منگهو پير | ڪراچي | - |
| 71 | پونگرپنيرو | سکر | - |
| 72 | پراڻي سنگهرار | سکر | - |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 73 | راڄو ديرو | راڄو ديرو، جوهي | هن دڙي تي ڪيهر شاهه جو قبرستان ۽ ڪلهوڙن جي دور جي قلعي جا آثار آهن. |
| 74 | سارڻ وارو (Saran Waro) | سکر | - |
| 75 | شاهه جو ڪوٽيڙو | نئَن بارڻ، ٽاڻو بولا خان | - |
| 76 | شيخوءَ جو دڙو | - | شيخ 2002-2003 |
| 77 | ساءِ- 6 (Si 6) | 4.5 ميل مليرنئَن جي اولهه ۾، ڪراچي/ ٽاڻو بولا خان روڊ | فيئرسروس: 1975 |
| 78 | سرائڪي پِٽ | سکر | - |
| 79 | سوراهه | خيرپور ميرس | شيخ 2002-2003 |
| 80 | تجل II | سکر | شيخ 2002 |
| 81 | ٽنڊو رحيم خان | غازي شاهه کان 4 ميل اوپر- جوهي | اين. جي مجمدار |
| 82 | تلورجي پِٽ | تعلقو فيض گنج، خيرپور ميرس | الف: 760 چورس ميٽر ب: 54648 چورس ميٽر |
| 83 | ٽئونگ | لڳ ٽئونگ، ٽاڻو بولا خان | - |
| 84 | ٽرڙي اين اوڊو | شڪارپور | - |
| 85 | تلاءَ واري ڍنڍ III | خيرپورميرس | - |
| 86 | وڏي سم اتر I | ڏبي- خيرپور | - |
| 87 | وڏي سم اتر II | ڏبي- خيرپور | - |
| 88 | ديهه ماڙي سبر | نواز ڏاهري ريل روڊ سيڪشن، نوابشاهه جي ڏکڻ ۾ | - |

**پوئين سنڌو تهذيب جو دور (Late Indus Period):** خبر ناهي ڪهڙو واءُ وريو جو هيتري شاندار تهذيب، جيڪا نندي ڪنڊ کان سواءِ آذربائيجان ۽ عرب ملڪن تائين پکڙيل هئي، ان جو زوال شروع ٿي ويو. عالمن ان جا مختلف سبب ڄاڻايا آهن. 1800 ق.م ڌاري هن تهذيب جي زوال جا آثار نظر اچن ٿا ۽ 1700 ق. م ۾ ڪيترائي وڏا وڏا شهر کنڊرن ۾ تبديل

ٿي ويا. ماڻهو اهي شهر ڪن سببن جي ڪري ڇڏي اوسي پاسي وارن علائقن ڏانهن لڏپلاڻ ڪري ويا. سر مارٽيمر ويلر اُن جو ڪارڻ وچ ايشيا مان ڪاهي ايندڙ آرين کي سڏيو آهي. هن جو گمان انهيءَ طرف ان ڪري ويو جو ڪيس موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ دوران مختلف هنڌن تي 37 ماڻهن جو هاڏيون مليون، جيڪي پورِيل نہ هيون. پر بي ڍنگي نموني ڍڪيل




هيون. خود ويدن مان بہ ڪن جنگين جو ذڪر ملي ٿو. جلد ئي محقق ماٽيمر ويلر جي انهيءَ نظرئي کي رد ڪيو. ڪوجنا سان معلوم ٿيو تہ اهي شهر ڪان ٻاهر پيل هاڏيون هيون. جن جو واسطو شهري آباديءَ سان ڪونہ هو. 1994ع ۾ ڪينٽ ڪينيڊيءَ جاچ ڪري ٻڌايو تہ هاڏين جي مٽي تي لڳل ڌڪ/ نشان ڪنهن تيزدار جا نہ هئا. پر اهي ڌڪ ڪنهن حادثي ٿيڻ سبب اوسي پاسي جي ماحول جا هئا. اڄ گهڻا محقق اها راءِ رکن ٿا تہ سنڌو تهذيب جو زوال ڪن ٻاهرين جي اچڻ سبب نہ. پر ڏڪار سبب ٿيو ۽ ان ڪان بہ وڏو سبب ميسوپوٽيما ۽ مصر سان جيڪو زبردست قسم جو واپار هلندڙ هو اهو بند ٿي ويو. سمجهي سگهجي ٿو تہ واپار جي بند ٿيڻ سان هن تهذيب جو زوال آيو هوندو. پر ائين ڪونہ آهي تہ ڪوهيءَ تهذيب هڪ ڏينهن يا هڪ رات ۾ ختم ٿي وئي هوندي، پوءِ بہ هيءَ تهذيب زنده رهي ۽ زنده آهي. اجوڪا لوڪ گيت، ريتون رسمون، لوڪ ڪهاڻيون وغيره انهيءَ تهذيبي دور جو تسلسل آهن. پر انهن تي وقت جي دز ايتري گهڻي چڙهي وئي آهي، جو هن تهذيب جي اجڙيل صورت نظر نہ ٿي اچي. اهو سبب بہ ڏنو ويو آهي تہ هن عظيم تهذيب جي زوال جو سبب موسمي تبديليون بہ ٿي سگهن ٿيون، ڇو تہ سنڌو تهذيب جي موسم 1800 ق. م ۾ ٿڌي ۽ خشڪ ٿي وئي هئي. برساتون تمام گهٽ پوڻ لڳيون، جنهن ڪري سنڌو تهذيب سان لاڳاپيل سنڌو- گهگهر ندي بہ خشڪ ٿي وئي. انهيءَ خيال کي ڪٽي پيٽر ڪلف ۽ سندس ساٿي ڪوجنا ڪري رهيا آهن تہ اهو معلوم ڪجي تہ 8000 سال اڳ ڪان اڄ تائين سنڌوندي ڪهڙي نموني پنهنجا وهڪرا تبديل ڪندي رهي آهي. تڏهن ئي سنڌو تهذيب جي زوال جا ڪارڻ سمجهي سگهجن ٿا.

ابردين (Aberdeen) يونيورسٽيءَ جا محقق چون ٿا تہ گهگهر- هاڪڙو وهڪرو شڪو ڪونہ هو پر ڪي زميني تهہ (Isotope) هيٺ مٽي ٿيا هئا. جنهنڪري اهو وهڪرو مٽجي گنگا جي ميدانن ڏانهن هليو ويو اها رپورٽ اڃا مڪمل ظاهر نہ ٿي آهي. بهرحال جهڪر (ضلعو لاڙڪاڻو)

ماڳ جي ڪوٽائيءَ کانپوءِ پتو پيو تہ موهن جا ماڻهو پوءِ هن هنڌ اچي رهيا ۽ اهو دور 1800 ق.م کان شروع ٿئي ٿو هن وقت تائين سنڌ جي موجوده حدن ۾ هن دور جا ڪل 19 ماڳ مليا آهن. جن مان ڪن جون کوٽايون ٿيون آهن ۽ ڪي اڃا کوٽيا نہ ويا آهن. انهن ۾ جهڪر آمري، موهن جو دڙو، چانهونءَ جو دڙو ۽ لوهم جو دڙو خاص آهن. سڀني ۾ اهم ماڳ جهڪر جو دڙو آهي، جيڪو لاڙڪاڻي کان 8 ڪلوميٽر اولهہ تي لاڙڪاڻي- وڳڻ روڊ تي موجود آهي. جنهن جي کوٽائي آر. ڊي. بينرجيءَ 1918ع ۾ ڪئي هئي ۽ مجمدار 1928ع ۾ ڪئي هئي. 1974-1973ع ۾ احمد نبي خان جي سربراهيءَ ۾ هن ماڳ کي ٽيون ڀيرو پڙتاليو ويو هو. کوٽائيءَ دوران ٽري تائين ڪل 20 تهہ مليا هئا. هن ماڳ ۾ پاٽيءَ کان هيٺ بہ ثقافتي وٿون موجود هيون، پر انهن تائين پهچڻ ڏکيو هو.

انهن ماڳن جي فهرست هيٺ ڏجي ٿي، جيڪي پوئين سنڌو تهذيب واري دور جا مليا آهن.

(نوٽ: ڪن ماڳن تي ٽيئي دور ملن ٿا، ان لاءِ ماڳن جي نالن جو ورجاءُ ٿيو آهي.)

| نمبر | نالو | هنڌ | ريمارڪ |
|---|---|---|---|
| 1 | آڏت جو دڙو | ڏوڪري | - |
| 2 | آملاٽو | مليرنئن، ڪراچي | - |
| 3 | آمري | لڪيءَ کان اورتي، ضلعو ڄامشورو | - |
| 4 | چانهونءَ جو دڙو | سڪرنڊ، ضلعو نوابشاهہ (بينظيرآباد) | - |
| 5 | گرهڙ | سکر | - |
| 6 | موهن جو دڙو | لاڙڪاڻو | - |
| 7 | هنگورجا | خيرپورميرس | - |
| 8 | جهڪر | لاڙڪاڻو | - |
| 9 | ڪاٽ ڳڙهہ/ نڪرلو | خيرپورميرس | - |
| 10 | خانل (Khanul) | خيرپورميرس | - |
| 11 | مپڪا | سکر | - |
| 12 | لوهم جو دڙو | پيارو ڳوٺ، دادو | ماڳ هاڻي موجود ناهي، هتي پنجابي آبادڪارن جو ڳوٺ ٻڌجي ويو آهي. |
| 13 | نئنگ | غازي شاهہ، جوهي | - |
| 14 | پوڪراڻ | نئن بارڻ | - |
| 15 | واهي پانڌي | جوهي | - |
| 16 | ساران وارو | سکر | - |
| 17 | سيهڙ (Sehar) | خيرپور | - |
| 18 | ٽرڙي اين اوڊپ | شڪارپور | - |

جيئن ته ڪن ماڳن تي اوائلي سنڌو تهذيب، پڪي سنڌو تهذيب ۽ پوئين سنڌو تهذيب جا ٽيئي دور مليا آهن يا ائين چئجي ته ڪي وسنديون اوائلي دور کان هلندڙ ۽ پوئين سنڌو تهذيب واري دور تائين پنهنجو وجود رکنديون آيون، جيئن موهن جو دڙو ۽ هڙاپا، يا ڪي وسنديون صرف اوائلي سنڌو تهذيب ڪانپوءِ ڦٽيون ويون وغيره. اهڙي قسم جي مونجهاري کي الڳ ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته موجوده سنڌ جي حدن ۾ اهڙن قسمن جي ماڳن کي الڳ ڪري نشاندهي ڪجي.

اوائلي سنڌو تهذيب واري دَور کي ٽن حصن: (1) هاڪڙا دور، (2) آمري دور، (3) ڪوٽڏجي دور ۾ ورهائجي ٿو:

**پنجاب (پاڪستان) جي حدن ۾ سنڌو تهذيب جا ماڳ:**

**هڙاپا:** سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جو اهم، مرڪزي ۽ گاديءَ وارو هنڌ هڙاپا موجوده پنجاب صوبي جي ضلعي ساهيوال ۾ موجوده هڙاپا ڳوٺ جي پرسان راوي نديءَ جي ڪپ تي آهي. هي ڦٽل شهر موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ کان اٽڪل 2 سال اڳ قديم آثارن جي ماهرن ڳولهي هٿ ڪيو ۽ ان جي کوٽائي ڪرائي. هن دڙي جي 12 ڀيرا کوٽائي ٿي، پر نتيجو گهٽ حوصلي افزا نه نڪتو هي شهر سڄو پڪسرو ٺهيل هو ۽ ان



هڙاپا مان مليل اناج جا گدام

کي چوڌاري ڪوٽ هو. هڙاپا جي کوٽائيءَ مان اناج رکڻ جو گدام، مزدورن جا ڪوارٽر ۽ قبرستان لڌا آهن. مزدورن جا ڪوارٽر رٽا سان ۽ قطار ۾ ٺهيل آهن. ڪوارٽرن جي قطارن جي وچ ۾ رستا ۽ گهرن جي وچ ۾ گهٽيون آهن. مزدورن جي بستي جي اولهه ۾ ڪارخانن جا نشان مليا آهن، جتي مزدورن جي ڪم لاءِ تلها ٺهيل آهن. تلهن جي وچ تي اُکري يا چلهه جا نشان آهن. اتي شايد ان ڇڙهيو يا ڪٽيو ويندو هو. چاڪاڻ ته اتان سڙيل ڪڻڪ ۽ جَوَن جا داڻا هٿ آيا آهن. مزدورن جي گهرن جي ويڪر 56 فوٽ آهي. هر هڪ گهر ۾ ٻه ڪمرا يا هڪ ڪمرو ۽ اڱڻ آهي. گهرن جا فرش پڪسرا آهن. گهر ٻن قطارن ۾ ٺهيل آهن. اتر واري قطار ۾ ستن ۽ ڏکڻ واري قطار ۾ ائن گهرن جا ڦٽل نشان مليا آهن.

**اناج جا گدام:** هڙاپا مان مليل جاين مان اناج جا گدام اهميت لائق آهن. اهي گدام وڏا ۽ گهڻ مقصدي آهن. هر گدام 30 فوٽ ڊگهو ۽ 2 فوٽ ويڪرو آهي. گدامن جي وچ ۾ وڏا رستا آهن. گدامن جون جايون 4 فوٽ اوچي تلهي تي ٺهيل آهن. جيئن برسات جو پاڻي گدامن اندر داخل ٿي، گڏ تيل اناج کي نقصان پهچائي نه سگهي.

**ڀٺا:** مزدورن جي ڪوارٽرن پرسان 16 ڀٺا مليا آهن. اهي ڀٺا 3 کان 6 فوٽن تائين ڊگها آهن. ڀٺن مان مليل شاهدين جي بنياد تي ماهرن اندازو لڳايو آهي ته هنن ڀٺن ۾ ٽامو يا ٻيا ڌاتو پگهاري انهن مان اوزار ٺاهيا ويندا هئا.

هڙاپا جي شهري رٿابندي، موهن جي دڙي سان مشابهت رکندڙ آهي. گهر ويڪرا ۽ صاف سٿرا آهن. جن جي وچ ۾ پٽڙ ۽ چوڌاري ڪمرا ٺهيل آهن. هر گهر ۾ سنان جون جايون، رڌ پچاءَ جي ڪوٺي ۽ سامان رکڻ لاءِ الڳ اسٽور روم ٺهيل آهن. گهرن جي وچ ۾ گهٽيون آهن. جن ۾ پاڻيءَ جي نيڪال جون ناليون ٺهيل آهن. گهرن ۽ رستن ۾ پڪين سرن جو فرش ٻڌل آهي. هتان مليل باقيات ۾ ٺڪر جا ٿانو ۽ موهن جي دڙي جهڙيون مهرون لڌيون آهن. ڌاتوءَ جا ٿانو هٿيار، اوزار ۽ زيور پڻ ساڳيا موهن جي دڙي مان مليل باقيات جهڙا آهن. هڙاپا مان پٿر ۽ پڪل مٽيءَ جا بت ۽ شڪليون به مليون آهن. هڙاپا جي رهواسين جي گذرسفر جو وسيلو پوک ڪرڻ ۽ مال چارڻ هو هتي جا رهواسي چوپائي مال جو کير، مکڻ ۽ گوشت غذا طور استعمال ڪندا هئا ۽ مال کان سواريءَ جو پڻ ڪم وٺندا هئا. هتان ڪڻڪ، ڪجي ۽ ڪپهه جي فصل جا آثار مليا آهن. جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته هو اهي فصل پوکيندا هئا، جن تي سندن گذر ٿيندو هو.

هن دڙي جي کوٽائيءَ مان قبرستان پڻ لڌو آهي. هڙاپا جا رهواسي جنازي کي ساڙڻ بدران پوريندا هئا. هو جنازي سان گڏ عام استعمال جا ٿانو پڻ دفن ڪندا هئا. جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته سندن عقيدي موجب مئل ماڻهوءَ کي قبر ۾ انهن شين جي ضرورت پوندي هئي. جنازي کي قبر ۾ اماڻڻ کان اڳ سنواريو ۽ سينگاريو ويندو هو. ان کي سپ، عاج ۽ ٽامي جا زيور پارائي پوءِ دفن ڪيو ويندو هو.

**گنويري والا:** گنويري والا جو قديم ماڳ پنجاب جي بهاولپور ضلعي ۾ واقع آهي. هن ماڳ جي کوٽائي قديم آثارن جي ماهر ڊاڪٽر محمد رفيق مغل ڪرائي آهي. هي موهن جي دڙي جو همعصر تهذيبي شهر آهي. ڊاڪٽر مغل انڪشاف ڪيو آهي ته گنويري والا سنڌو ماٿر جو مرڪزي شهر هو ۽ هي ماڳ هڙاپا ۽ موهن جي دڙي جي وچ تي واقع آهي. هي ماڳ ڪو ننڍو ڳوٺ نه هو، پر گهٽ ۾ گهٽ 200 ايڪڙن تي ڦهليل شهر آهي. ان شهر جي وسعت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته هي هڙاپا کان گهٽ ۾ گهٽ 4 ايڪڙ وڏو ۽ موهن جي دڙي کان 5 ايڪڙ ننڍو آهي. گنويري والا، موهن جي دڙي وانگر مڙني خاصيتن جو حامل آهي. هن شهر جو نقشو به سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جي ٻين شهرن جهڙو آهي. يعني هن شهر جو هڪ حصو قلعي نما بلنديءَ تي آهي ته ٻيو حصو هيٺانهين هنڌ تي آهي. گنويري والا جي مليل آثارن مان اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته هڙاپا، موهن جي دڙي ۽ گنويري والا جي باقيات ۾ هڪ تسلسل موجود آهي.

سنڌ جي حدن سان گڏ پنجاب ۾ سنڌو تهذيب جا ماڳ مليا آهن، جيڪي مختلف دورن جا آهن ۽ اُهي گهڻو ڪري خانيوال، وهاڙي، لوڌران، مظفرآباد، ليه، ڪوٽ ادو، رحيم يار خان، بهاولپور، فيصل آباد ۽ شيخوپوره مان مليا آهن. سنڌ ۽ پنجاب جي انهن ماڳن جو وچور هيٺ پيش ڪجي ٿو:

| نمبر | نالو | هنڌ | اوائلي سنڌو تهذيب | | | پڪو سنڌو | پوين سنڌو | ڪل دور |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| | | | هاڪڙو | آمري | ڪوٽڏجي | | | |
| 1 | آڏت جو دڙو | باڊهه | - | - | - | x | x | 2 |
| 2 | احمد شاهه | نئن بارڻ | - | - | - | - | - | 1 |
| 3 | علي مراد | ڊملوٽي، ڪراچي | - | - | - | - | x | |
| 4 | املاٽو | ڪراچي | - | - | - | x | x | 2 |
| 5 | آمري | دادو (هاٿي ڄامشورو) | x | x | - | - | - | 4 |
| 6 | انگيارو | ڪراچي | | x | - | - | - | 1 |
| 7 | عارب جوٽاٽو | ٽاٽو بولا خان | - | - | x | - | - | 1 |
| 8 | ٻڪري وارو اوير | خيرپورميرس | - | - | x | x | - | 2 |
| 9 | ٻڪري وارو ڏکڻ | خيرپورميرس | - | - | x | - | - | - |
| 10 | ٻهڻ واري پٽ | خيرپورميرس | - | - | - | x | - | 1 |
| 11 | ڀميا | خيرپورميرس | - | - | - | x | - | 1 |
| 12 | ڀير | خيرپورميرس | - | - | x | x | - | 2 |
| 13 | پڙو طاهر فقير | خيرپورميرس | - | - | - | - | - | 1 |
| 14 | پاندو قبو | شڪارپور | - | - | x | x | - | 2 |
| 15 | ٻنڌڻي | - | - | x | - | x | - | 2 |
| 16 | ٻنڌڻي فلٽ | - | - | x | - | - | - | - |
| 17 | پانڪيو ويرو I | خيرپورميرس | - | - | - | - | - | 1 |
| 18 | پانڪيو ويرو II | خيرپورميرس | - | x | - | - | - | 1 |
| 19 | بيبي جي پٽ | - | - | x | - | - | - | 1 |
| 20 | سينٽرل پلانٽ | خيرپورميرس | x | - | - | - | - | 1 |
| 21 | چانهونءَ جو دڙو | نوابشاهه | - | - | - | x | x | 2 |
| 22 | چنا دڙو | خيرپور | - | - | x | x | - | 2 |
| 23 | چار بارو ڏکڻ I | خيرپور | - | - | x | x | - | 2 |
| 24 | چار بارو ڏکڻ 3 | خيرپور | x | | x | - | - | 2 |
| 25 | چورلو | دادو | - | x | - | - | - | 1 |
| 26 | چٽي جي ڪنڊ | دادو | - | x | - | - | - | 1 |
| 27 | چونڊڪو | - | x | - | - | - | - | 1 |
| 28 | دمب ٻلي | دادو | - | - | - | x | - | 1 |
| 29 | ديهه ماڙي سبڙ | دادو | - | - | - | x | - | 1 |
| 30 | ديراڙو II | دادو | - | - | - | x | - | 1 |
| 31 | ڏيسوئي | دادو | - | - | - | x | - | 1 |
| 32 | ڏلهه ٻلي | دادو | - | - | - | x | - | 1 |
| 33 | ڏگاٽي جو ڪوٽ | - | - | x | - | - | - | 1 |
| 34 | ڏبي ٽڪري | خيرپورميرس | - | - | x | - | - | 1 |
| 35 | ڏبي (Dubi) 2 | خيرپورميرس | - | - | x | - | - | 1 |
| 36 | ڏبي (Dubi) 3 | خيرپورميرس | - | - | - | - | - | 1 |
| 37 | ڏبي (Dubi) 4 | خيرپورميرس | - | - | x | x | - | 2 |

| | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 38 | ڏُبي (Dubi) 5 | خيرپورميرس | - | - | - | X | - | 1 |
| 39 | ڏُبي (Dubi) 6 | خيرپورميرس | - | - | - | 1 | - | 1 |
| 40 | ڍنڍ جي اوپر ۾ نمبر 3 | خيرپورميرس | | - | - | 1 | - | 1 |
| 41 | ڍنڍ جي اوپر ۾ نمبر 4 | خيرپورميرس | x | - | - | - | - | 2 |
| 42 | ڍنڍ جي اوپر ۾ نمبر 5 | خيرپورميرس | | - | x | - | - | 1 |
| 43 | ڍنڍ جي اوپر ۾ نمبر 6 | خيرپورميرس | x | - | x | - | - | 1 |
| 44 | ڳنيرو 8 | خيرپورميرس | - | - | x | x | - | 2 |
| 45 | ڳنيرو 12 | خيرپورميرس | - | - | x | - | - | - |
| 46 | نهتو | مٺي، ٿرپارڪر | - | - | - | x | x | 2 |
| 47 | گرهڙ | سکر | - | - | - | x | - | - |
| 48 | گهانگهر ڪو ويرو II | خيرپورميرس | - | - | x | - | - | 1 |
| 49 | گاڙهو پڙو | خيرپورميرس | - | - | x | - | - | 1 |
| 50 | غازي شاهه | دادو | - | - | x | x | - | 2 |
| 51 | گهوب | سکر | - | - | - | x | - | 1 |
| 52 | گوراندي (الف) | دادو | - | - | - | - | - | 1 |
| 53 | گوراندي (ب) | دادو | | x | - | - | - | 1 |
| 54 | حب- I | ديواني ڪان 7 ميل اتر ۾ حب نديءَ تي | - | - | - | x | - | - |
| 55 | هادي بخش جي وانڊ | خيرپورميرس | x | - | - | - | - | 1 |
| 56 | حسن علي | دادو | - | - | - | x | - | - |
| 57 | هنگورجا | خيرپورميرس | - | - | - | | X | 1 |
| 58 | هوتياڻو فلنٽ | دادو | - | x | - | x | - | 2 |
| 59 | جمال شاهه اوپر 1 | خيرپورميرس | - | - | - | x | - | 1 |
| 60 | جمال شاهه اتر 3 | خيرپورميرس | - | - | x | x | - | 2 |
| 61 | جمال شاهه اتر 4 | خيرپورميرس | - | - | x | x | - | 2 |
| 62 | جمال شاهه ڏکڻ 1 | خيرپورميرس | - | - | x | x | - | 2 |
| 63 | جمال شاهه ڏکڻ 2 | خيرپورميرس | x | - | - | - | - | 3 |
| 64 | جمال شاهه ڏکڻ 3 | خيرپورميرس | - | x | - | - | - | 1 |
| 65 | جاڙي جي ڪلاٽ | دادو | - | x | - | - | - | 1 |
| 66 | جهڪر | لاڙڪاڻو | - | - | - | x | x | 2 |
| 67 | جهڏير جو دڙو | جيڪب آباد | - | - | - | x | x | 2 |
| 68 | ڪچو ٻئي | دادو | 1 | | x | - | - | 1 |
| 69 | ڪائي ٻئي | دادو | | x | - | - | - | 1 |
| 70 | ڪنڌر يٽ | - | - | - | - | - | - | 1 |
| 71 | ڪنڌارڪي I | خيرپور لڳ | - | - | x | x | - | 1 |
| 72 | ڪنڌارڪي II | خيرپور ميرس | - | - | - | x | - | 1 |
| 73 | ڪنڌارڪي III | خيرپور ميرس | - | - | - | x | - | 1 |
| 74 | ڪنڊو II | خيرپورميرس | | | x | - | - | 1 |

| | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 75 | ڪرهيو پير | خيرپور ميرس | - | - | x | - | - | 1 |
| 76 | ڪرچات | دادو | - | - | x | - | - | 1 |
| 77 | ڪاٽ ڳڙهه | خيرپورميرس | - | - | - | - | x | 1 |
| 78 | ڪائوڙ 4 | خيرپورميرس | - | - | - | - | - | 1 |
| 79 | ڪائوڙ ديهه | خيرپورميرس | - | - | - | x | - | 1 |
| 80 | ڪپرو I | خيرپور (هاٽي سانگهڙ) | - | - | - | x | - | 1 |
| 81 | ڪپرو II | خيرپور (هاٽي سانگهڙ) | - | - | - | x | - | 1 |
| 82 | خيرو | - | - | - | - | x | - | 1 |
| 83 | ڪجور | ٽاٽو بولا خان | - | - | - | x | - | 1 |
| 84 | ڪوسا ديرو | - | - | - | - | x | - | 1 |
| 85 | ڪوهتراش | ٽاٽو بولا خان | - | - | x | - | - | 1 |
| 86 | ڪونجسر | - | - | - | - | - | x | |
| 87 | ڪنال | خيرپورميرس | - | - | - | x | - | - |
| 88 | ڪٽ سمر I | خيرپورميرس | - | x | - | - | - | 1 |
| 89 | ڪٽ سمر II | خيرپورميرس | - | x | - | - | - | 1 |
| 90 | ڪٽ سمر 4 | خيرپورميرس | - | x | - | - | - | 1 |
| 91 | ڪوٽ ڏجي | خيرپورميرس | - | - | x | x | - | 2 |
| 92 | لاڪيرو | خيرپورميرس | - | - | - | x | - | 1 |
| 93 | لاڪين جو دڙو | سکر | - | - | - | x | - | 1 |
| 94 | پيرلاڪير | دادو | - | - | - | x | - | 1 |
| 95 | لوهم جو دڙو | دادو | - | - | - | x | x | 2 |
| 96 | لڪ شريف | خيرپورميرس | x | - | x | - | - | 1 |
| 97 | لياري نئن | ڪراچي | - | - | x | - | - | 1 |
| 98 | لول ماڙي | گهوٽڪي | - | - | - | x | x | |
| 99 | لوهڙي | دادو | - | x | - | - | - | 1 |
| 100 | لنبي هٽي | دادو | - | x | - | - | - | 1 |
| 101 | سيلري نئن | دادو | - | x | - | - | - | 1 |
| 102 | مگٽيجن جو پٽ | سکر | x | - | - | - | - | 1 |
| 103 | ممگرو | سکر | - | - | - | x | - | 1 |
| 104 | مهراڻو | خيرپور ميرس | - | - | - | x | - | 1 |
| 105 | مياڻو | سکر | - | - | - | x | - | 1 |
| 106 | ميڪا (Maika) | - | - | - | - | - | - | 1 |
| 107 | موهين جو دڙو | ڏوڪري، لاڙڪاڻو | - | - | - | x | x | 2 |
| 108 | مور گهانچي | - | - | - | - | x | - | 1 |
| 109 | محمد عثمان ڀهڻ | خيرپورميرس | x | - | - | - | - | 1 |
| 110 | نئنگ | دادو | - | - | - | - | x | 1 |
| 111 | نير (Neir) | سکر | - | - | - | x | - | 1 |
| 112 | ناري وارو دڙو | خيرپورميرس | - | - | - | x | - | 1 |
| 113 | نزگاڻي ڪنڊ | دادو | - | - | - | x | - | 1 |

| | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 114 | نير (Neer) | سکر | - | - | x | - | - | 1 |
| 115 | اوڏي پٽ | سکر | - | - | x | - | - | 1 |
| 116 | عثمان جي ٻٺي | دادو | - | - | - | x | - | 1 |
| 117 | اورنگي | ڪراچي | - | - | - | x | - | 1 |
| 118 | پٺي جو ڪوٽيڙو | دادو | - | - | - | x | - | 1 |
| 119 | پانڌي واهي ٻني | دادو | - | - | - | x | - | 1 |
| 120 | گل ڍهو دڙو | سکر | - | - | - | x | - | 1 |
| 121 | پانڌي واهي | دادو | - | - | x | x | X | 3 |
| 122 | گاراريو | خيرپورميرس | - | - | x | - | - | 1 |
| 123 | پير سرهيو | خيرپورميرس | - | - | x | - | - | 1 |
| 124 | پير مانتو | 10 ميل ڪراچيءَ جي اتر ۾ | - | - | - | x | - | - |
| 125 | ڦرها وليج (Pirha Village) | | x | - | - | - | - | - |
| 126 | پوڪراڻ | دادو | - | x | - | - | x | 1 |
| 127 | پونگر پنيرو | سکر | - | - | - | x | - | 1 |
| 128 | پراڻي سنگهرار | سکر | - | - | - | x | - | 1 |
| 129 | راڄو ديرو | دادو | - | - | x | x | - | 2 |
| 130 | رڙ وارو (Rarr Waro) | خيرپور ميرس | - | - | - | - | - | 1 |
| 131 | سنيسوسر 8 | خيرپورميرس | x | - | - | - | - | 1 |
| 132 | سنيسوسر 10 | خيرپورميرس | - | - | - | x | x | 2 |
| 133 | سارن وارو (Saran Waro) | سکر | - | - | - | x | x | 2 |
| 134 | سهر (Sehar) | خيرپور | - | - | - | x | x | 1 |
| 135 | شاهه جو ڪوٽيڙو | دادو | - | - | - | x | - | 1 |
| 136 | شيخوهو دڙو | خيرپور | - | - | - | x | - | 1 |
| 137 | ساءِ- 6 (Si- 6) | مليرنئن ڪان ساڍا چار ميل اولهه ڪراچي- ٺاٺي بولا خان روڊ تي. | - | - | - | x | - | 1 |
| 138 | سرائيڪي پٽ | سکر | - | - | - | x | - | 1 |
| 139 | سوراهه | خيرپورميرس | - | - | - | x | - | 1 |
| 140 | تجل- II | خيرپورميرس | - | - | - | x | - | 1 |
| 141 | تلور جي پٽ | خيرپورميرس | - | - | x | x | - | 2 |
| 142 | تؤنگ | دادو | - | - | - | x | - | 1 |
| 143 | ٽرڙي ايل اوڊو | شڪارپور | - | - | - | x | x | 2 |
| 144 | تلاءَ واري ڍنڊ II | خيرپورميرس | - | - | x | - | - | 1 |
| 145 | تلاءَ واري ڍنڊ III | خيرپورميرس | - | - | - | x | - | 1 |
| 146 | وڏي سم اتر I | خيرپورميرس | - | - | - | x | - | 1 |
| 147 | وڏي سم اتر II | خيرپورميرس | - | - | - | x | - | |

## پنجاب جا ماڳ

| نمبر | ٿالو | ضلعو |
|---|---|---|
| 1 | پير چڪ 29 ايم (Bhir Chack 29M) | لوڌران |
| 2 | هڙاپا (Harappa) | ساهيوال |
| 3 | ڀرڪي (Bhirki) | خانيوال |
| 4 | چڪ 113-10R | خانيوال |
| 5 | چڪ آر 123-10R | خانيوال |
| 6 | چڪ 133-10R | خانيوال |
| 7 | چڪ 140-10 | خانيوال |
| 8 | چڪ 156-EB | خانيوال |
| 9 | چڪ 18، پير 19M | خانيوال |
| 10 | چڪ 56-10R (وينيوال) | خانيوال |
| 11 | جليل پور دڙو (Jaleel Pur) | خانيوال |
| 12 | قطب پور (Qutab Pur) | لوڌران |
| 13 | ٽوبہ ٻنگ ٽالي (Toba Bang) | وِهاڙي |
| 14 | لمبران والا-1 (Lumbara-wala-) | ليہ |
| 15 | نرهي والا-2 (Narhi wala-2) | مظفرآباد |
| 16 | ڦڪارت والا ٽبا-3 (Phikarat wala Tiba-3) | مظفرآباد |
| 17 | سمل ٽوبا-4 (Sumbal Toba-4) | مظفرآباد |
| 18 | وڍائي والا جهوڪ (Wadai Wala Jhok) | مظفرآباد |
| 19 | جهوڪ قيصراني شمالي (Wadhai wala jhok) | ڊي. جي. خان |
| 20 | ڀائو والي ٿيڙهي (Bhao wali Therhi) | بهاولپور |
| 21 | ٿيڙهي بلوچان والي (Therhi balochan wali) | بهاولپور |
| 22 | بستي بلوچان ٿيڙ (Balochan wali Therh) | بهاولپور |
| 23 | ڀٽي والا ٿيڙ (Bhatti wali Therh) | بهاولپور |
| 24 | چڪ 278-H.R | بهاولپور |
| 25 | چڪ 296 A-1 | بهاولپور |
| 26 | چڪ 301-HR | بهاولپور |
| 27 | چڪ 302-HR | بهاولپور |
| 28 | چڪ 320-HR | بهاولپور |
| 29 | چوٽ والا ٿيڙ (Choth wala therh) | بهاولپور |
| 30 | ڊنڊني والا ٿيڙ (Dondni wala Therh) | بهاولپور |
| 31 | دلان والا ٿيڙ (Dilan wali Therh) | بهاولپور |
| 32 | دُبر والا ٿيڙ (Dubar wala Therh) | بهاولپور |
| 33 | ڊوڊيا والا ٿيڙ (Dodiya wala Therh) | بهاولپور |
| 34 | چڪ 296-A | بهاولپور |
| 35 | گهني والي (Gahne Wali) | بهاولپور |
| 36 | حاڪم علي والي ٿيڙهي (Hakim Ali Wali Their) | بهاولپور |
| 37 | جل والي- 1 (Jal Wali-I) | بهاولپور |
| 38 | جل والي- 2 (Jal Wali-II) | بهاولپور |
| 39 | ڪلاسرن والا- 2 (Kelasrrn Wala-II) | بهاولپور |
| 40 | ڪلاسرن والا ٿيڙ (Kelasrn Wala Ther) | بهاولپور |
| 41 | ڪندو والا ٿيڙ- 1 (Kando Wala Ther-I) | بهاولپور |
| 42 | ڪندو والا ٿيڙ- 2 (Kando Wala Ther-II) | بهاولپور |
| 43 | ڪربي والي ٿيڙهي (Kerbi Wali Their) | بهاولپور |
| 44 | کوٽي والي (Khote Wali) | بهاولپور |
| 45 | ڪڪري والي (KiKri Wali) | بهاولپور |
| 46 | ڪڪري والا ٿيڙ (Kukre Wala Ther) | بهاولپور |
| 47 | پرها والا ٿيڙ- 2 | بهاولپور |
| 48 | پرها والا ٿيڙ- 1 (Parha Wala Ther-I) | بهاولپور |
| 49 | رتا ٿيڙ (Ratta Ther) | بهاولپور |
| 50 | سيويرا (Sewara) | بهاولپور |

| نمبر | نالو | ضلعو |
|---|---|---|
| 51 | سلان والي ٽيڙهي (Silan Wali Their) | بهاولپور |
| 52 | تلا والا ٿيڙ (Tala Wala Ther) | بهاولپور |
| 53 | ٺنڊي ڪوهي (Thandi Koi) | بهاولپور |
| 54 | ٿولن واري ٽيڙهي (Thulan Wali Their) | بهاولپور |
| 55 | ٽباڪڙ وا[illegible] (Tibakud Wala) | بهاولپور |
| 56 | تمبولي [illegible] ٽيڙهي (Tomboli Wali T[illegible]ir) | بهاولپور |
| 57 | وزيروالا ٿي[illegible] (Wazir Wala Ther) | بهاولپور |
| 58 | چڪ 56-10R | |
| 59 | چيني والا ڀير Chenne Wala Bhir | ليه |
| 60 | ڪوسمر سار (Kusamsar Mom) | وهاڙي |
| 61 | لڙا والا ڪچ-455 Luda Wala Khuch 455 | ليه |
| 62 | ماءِ مانوري ڀير- (396) Mai Manoori Bhir 396 | لوڌران |

**فيصل آباد ۽ ٽوبہ ٽيڪ سنگهہ:**

| نمبر | نالو | ضلعو |
|---|---|---|
| 1 | ٽبا ڪچيان (Tiba Kichian) | فيصل آباد |
| 2 | ٽبا راڄڻ پور چڪ (Tiba Rajanpur Chak 585) | فيصل آباد |
| 3 | ٽبا ڪچا پنڊ (Tiba Kacha Pind) | فيصل آباد |

**گجرانوالا، شيخوپوره ۽ حافظ آباد ضلعا:**

| نمبر | نالو | ضلعو |
|---|---|---|
| 1 | کڙيان والا ٽبا (Khadian Wala Tiba Kichian) | شيخوپوره |
| 2 | ٽبا پنگ پير شيديان والا (Tiba Pang Pir Sheedian Wala) | شيخوپوره |
| 3 | ٽبا مارٽن پور (Tiba Martinpur C-371) | شيخوپوره |
| 4 | ٽبا نؤليان (Tiba Naulian) | شيخوپوره |
| 5 | ٽبا پيران والا (Tiba Pairan Wala) | شيخوپوره |
| 6 | نرهي والا ٽبا 453 | شيخوپوره |

**ساهيوال، اوڪاڙه ۽ پاڪپتن ضلعا:**

| نمبر | نالو | ضلعو |
|---|---|---|
| 1 | چڪ 126.9 | ساهيوال |
| 2 | چڪ 90/121 | ساهيوال |
| 3 | چشتي والا ٽبا | ساهيوال |
| 4 | لوهاما لعل ٽبا | ساهيوال |
| 5 | ٽيا چڪ 21-M | دنياپور |
| 6 | ٽبا چڪ 24-EB | لوڌران |
| 7 | ٽبا ڪچا پنڊ | فيصل آباد |

**چولستان:** ڊاڪٽر رفيق احمد مغل، 1977ع ۾ چولستان ۾ قديم آثارن جي پڙتال ڪئي هئي ۽ هن صاحب اُتي 1977ع ۾ سنڌو تهذيب جي مختلف مرحلن جا ماڳ لڌا هئا ۽ 1980ع ۾ هن اهڙي رپورٽ جاري ڪئي ۽ ماڳن جي هيٺئين نموني درجي بندي ڪئي هئي:

(1) هاڪڙا ويئرواري دور جا ماڳ، جيڪي چوٿين هزاري ق. م جا 99 آهن.

(2) اوائلي سنڌو تهذيب واري دور، 2500- 3000/ 3100 ق. م جا، جيڪي 40 آهن.

(3) سنڌو تهذيب واري جي پختي دور جا ماڳ، جيڪي 174 آهن.

(4) پوئين سنڌو تهذيب واري دور، 1500- 1900 ق. م جا ماڳ، جيڪي 50 آهن.

(5) ڇٽيل پوري ٽانون واري دور، 500-1000/ 1100 جا ماڳ، جيڪي 14 آهن.

(6) اوائلي تاريخي دور، پهرين صدي عيسويءَ کان 18 صدي عيسويءَ تائين جا ماڳ، جيڪي 37 آهن.

هيٺ سنڌو تهذيب جي مختلف دورن جو وچور ڏجي ٿو:

**(1) هاڪڙا ويئر دور:** هن دور جا ڪل 99 ماڳ مليا آهن. جيڪي ڪافي وڏيءَ ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهن ۽ گهٽوڪري واريءَ جي ڍبن هيٺان دبيل ملن ٿا. هي ماڳ گهٽوڪري لاڏائو ماٿهن جون وقتي رهائشگاهون آهن. اهڙن ماڳن جو وچور هن ريت آهي:

(1) ابدو والي (Abduwali)، (2) اڏي-1 (Adhi-1)، (3) اڪن واري ٽيڙهي (Akkan Wari Their)، (4) امبراوالي (Ambra Wali)، (5) عظيم والي-2 (Azim Wali-2)، (6) عظيم والي- سي (Azim Wali- C)، (7) بادل والا-4 (Badal Wala-4)، (8) بادل والا-5 (Badal Wala-5)، (9) بيگي والا (Begge Wala)، (10) بهيلا والا- سي (Bahila Wala-C)، (11) بندوالي (Band Wali)، (12) ڀوتن والي-2 (Bhootan Wali- 2)، (13) ڀوتن والي- سي (Bhootan Wali- C)، (14) چڪ- 353 اولهه (Chak 353- West)، (15) چندني والا-2 (Chandne Wala-2)،

(16) چندني والا- سي (Chandne Wala-C)، (17) چندني والا- ٿر (Chandne Wala- Thar)، (18) چوڌريان والا (Choudhryan Wala)، (19) چڪرالا (Chikrala)، (20) چور (ٻہ دڙا/ Chore (Two Mounds، (21) ڊبلي (اوڀر) (Dable (East)، (22) ڊبلي (اولهہ) (Dabli (West)، (23) ڊکن والا ٿر (Darkhanwala Thar)، (24) ڏوپ ساري (Dhoop Sari)، (25) ڌوني (Dhoni)، (26) ڌوني ڏکڻ (Dhoni South)؛ (27) ڏن والا (Dinwala)، (28) گجو والا-2 (Gujjo Wala-2)، (29) هوتي والا-2 (Hote Wala-2)، (30) جفاوالا-2 (Jafa Wala-2)، (31) جفا والا-3 (Jafa Wala-3)، (32) جل والي- اي (Jalwali-A)، (33) جل والي- بي (Jalwali-B)، (34) جانگي پور (Jangi Pur)، (35) جوائي والا (Jawai wala)، (36) جهالار (Jhalar)، (37) جهنڊي والا-2 (Jhandewala-2)، (38) ڪلروالا- بي (Kalhar Wala-B)، (39) ڪرم خان (Karam Khan)، (40) خان ڪانڊي والا- ڊي (Khan Kande Wala-D)، (41) خانپوري-2 (Khan Puri-2)، (42) کپلي والي (Khipli Wali)، (43) کپلي والي- 2 (Khipli Wali-2)، (44) کپلي والي-3 (Khipli Wali-3)، (45) ڪڪري-2 (Kkri-2)، (46) ڪبائي والا (Kabai Wala)، (47) ڪلياڻ والا (Kilian Wala)، (48) ڪلياڻ والا- ڊي (Kilian Wala-D)، (49) لڪمان (Lakmau)، (50) ڪوچن والا (Kuchan Wala)، (51) لٺ والا-2 (Lath Wala-2)، (52) لتن والا (Litan Wala)، (53) لنڊي والا-3 (Lunde Wala-3)، (54) لنڊي والا-4 (Lunde Wala-4)، (55) لوپر والا (Luper Wala)، (56) لوپر والا-3 (Luper Wala-3)، (57) ميهوالي-2 (Mehwali-2)، (58) مرچي ڪنڊا (Merchi Kanda)، (59) مرچي ڪنڊا- 2 (Merchi Kanda-2)، (60) موني والا (Moni Wala)، (61) مسافر والي (Musafar Wali)، (62) مسافر والي-2 (Musafar Wali-2)، (63) نهر والي (Nahar Wali)، (64) نهر والي- بي (Nahar Wali- B)، (65) نهرين والا (Nahreen Wala)، (66) نهرين والا ٽيڙ اولهہ (Nahreen Wala Thar, West)، (67) نواني والا-3 (Niwani Wala-3)، (68) اوئن والا ٽيڙ (Oin Wala Ther)، (69) پرهارا (Parhara)، (70) پرهاري والا- بي (Parhare Wala- B)، (71) پيوني والي ڀٽ-2 (Payune Wali Bhit-2)، (72) قادربخش ٿيڙهي (Qadir Bux Their)، (73) رحماني والي (Rahmani Wali)، (74) آر. ڊي-66 (R. D-66)، (75) سدوالا ڪنڊا (Sad Wala Kanda)، (76) صفا والا ٽيڙ (Safa Wala Ther)، (77) صفا والا-2 (Safa Wala-2)، (78) صفا والا- 3 (Safa Wala-3)، (79) سنوڪري والا-2 (Sanuki Wala-2)، (80) ست ڪوهي اوڀر (Sat Koi East)، (81) ست ڪوهي اولهہ (Sat Koi West)، (82) شيرو والا-2 (Sheru Wala-2)، (83) شيرو والا-3 (Sheru Wala-3)، (84) شيدي والا- اي (Shidi Wala-A)، (85) سوهني والي-1 (Sohni Wali-1)، (86) سوهني والي-2 (Sohni Wali-2)، (87) ٿيڙهي والي (Their Wala)، (88) ٿوم ٿالهي (Thoom Thali)، (89) ٿوري والا (Thori Wala)، (90) ٽري لار (Trillar)، (91) توراوي والي ٿيڙ (Turawi Wali Their)، (92) توراوي والي- بي (Turawi Wali-B)، (93) توراوي والي- سي (Turawi Wali- C)، (94) وال والي (Val Wali)، (95) وال والا-2 (Wal Wala-2)، (96) وڊڻ والي (Waddan Wali)، (97) وريل (Wariyal).

**اوائلي سنڌو تهذيب جا ماڳ:** هي ڪل 40 ماڳ مليا آهن. جن جو واسطو ڪوٽڏجيءَ واري سنڌو تهذيب جي دور سان آهي. انهن جو وچور هن ريت آهي: (1) احمد والا ٿبا، (2) اکيڙا، (3) علي محمد والا ٿيڙ، (4) عظيم والي جي، (5) بخاريان والا، (7) چڪ-45، (8) چڪ-76، (9) چڪ، (10) چڪ، (11) چڪ-315 ايچ. آر. (12) چڪ-341، (13) (چپلي والا (اوڀر)، (14) چپلي والا (اولهہ)، (15) چپ والا، (16) گمن والا، (17) گمون والي، (18) گودل- بي، (19) گجرن والا A-B، (20) هوتي والا ٿيڙ- الف، (21) جل والي، (22)، لٺي والي (Lathi Wali)، (23) جتوئي والا- الف، (24) جهومتي والا، (25) ڪليپر (پوٽ)، (26) ڪوچن والا، (27) لادولائي (Ladulai)، (28) لٺ والا (Lath Wala)، (29) لوبي والا-2، (30) ملهالي والا ٿيڙ (Malhale Wala)، (31) مرچي ڪنڊا-3، (32) موئي ڳڙهہ (Moi Garh)، (33) نهرن والا، (34) قريش ٿيڙ، (35) سنڌانا والا، (36) سڏوالي- سي، (37) وڪروالا، (38) وريل- اي، (39) وريل- ڊي.

**پختي سنڌو تهذيب واري دور جا ماڳ:** چولستان ۾ گهٽ ۾ گهٽا ماڳ پختي/ پڪي سنڌو تهذيب جي دور (Mature Indus Period) جا 174 لڌا ويا آهن. جيڪي موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جا همعصر آهن. ماڳن ۾ گهڻو تعداد ديراوڙ قلعي جي چوڌاري، خاص ڪري قلعي جي اولهہ ۾، رحيم يار خان تائين پکڙيل آهي. اهڙن ماڳن جو وچور هيٺ ڏجي ٿو:

(1) اپروالا (152)، (2) اڏي 2 (274)، (3) اڏي 3 (273)، (4) احمد والا ٿيڙ (68)، (5) امبر والا ٿيڙ (280)، (6) عظيم والي (234)، (7) عظيم والي 2 (233)، (8) عظيم والي- اي (235)، (9) بادل والا 302، (10) بادل والا- 2 (301)، (11) باگاپورا ٿيڙ (256)، (12) باگا پورا- 2 (257، (13) باغ والا ٿيڙ 284، (14) بگڙانو والا ٿيڙ (127، (15) جهيل والا ٿيڙ (141)، (16) بارا ٿيڙ (129)، (17) باري والا ٿيڙ (299)، (18) بستي ٿيڙ، (19) برولا- 1 (324)، (20) برولا- 2 (323)، (21) بتور والا (239)، (22) بازاري والا (164)، (23) باگڙي والا (247)، (24) ٻوٽن والي- الف (277)، (25) ٻوٽن والي- ب، (26) بلي والي (326)، (27) بخاريان والا (62)، (28) ٻوتي والي ٿيڙ، (29) ٻون والي (309)، (30) بَلبَلَ والا (116)، (31) برهاني والا ٿيڙ (316)، (32) بوتي والا (181)، (33) چڪ 44 (87)، (34) چڪ 45 الف الف (86)، (35) چڪ 61 اولهہ (95)، (36) چڪ 45- بي اتر (85)، (37) چڪ 75 (108)، (38) چڪ 76 (109)، (39) چڪ 97 (113)، (40) چڪ 112 (358)، (41) چڪ 121 (354 A) الف، (42) چڪ 124 (353-A)، (43) چڪ والي (300- A)، (44) چندني والا ٿيڙ 258، (45) چندني والا III.

**ريڪو جو مندر:** تعلقو ننگرپارڪر
**ساجن سوائي جي مزار:** تعلقو ماتلي، ضلعو بدين
**ساجن فقير باريجو (مزار):** غيبي ديرو، ضلعي قمبر شهدادڪوٽ
**ساڌٻيلو (مندر):** بکر جي ڏکڻ ۾ سنڌو درياهه جي هڪ ٻيٽ تي، ضلعو سکر
**سارنگ جو قبرستان:** ڳوٺ خدا بخش بروهي، تعلقو ڏوڪري، ضلعو لاڙڪاڻو
**ساريجي ٻني (دڙو):** فش هيچري (چليا) لڳ، ضلعو ٺٽو
**ساڙدرو (مندر):** ڪارونجهر جبل تي، تعلقو ننگرپارڪر، ضلعو ٿرپارڪر
**سامتاڻين واري مسجد:** ديهه ڪلهوڙا، ٿبو خداآباد ضلعو دادو
**ساموئي (ڳوٺ):** ضلعو ٺٽو
**ساموئي مسجد:** ڳوٺ غلام حسين شيخ جي لڳ، ضلعو ٺٽو
**ساميءَ جو دڙو:** ديهه جاڪيجي، ٿبو اڪڙي، تعلقو گولاڙچي، ضلعو بدين
**سانڻ وارو دڙو:** تعلقي ناري ۽ فيض گنج جي سرحد، ضلعو خيرپور ميرس
**ساهي ٻڊ (دڙو):** ڳوٺ ساهي ٻڊ، تعلقو روهڙي، ضلعو سکر
**ساهڙ لنجار جو مقبرو:** انڙپور، تعلقو ڪوٽڙي، ضلعو ڄامشورو
**ساهڙ لنجار واري مسجد:** ديهه انڙپور، تعلقو ڪوٽڙي ضلعو ڄام شورو
**سائيٽ 862 (هنري هنڊ):** شادي شهيد لڳ، ضلعو خيرپور ميرس
**سبزئي جو ڪوٽ:** ديهه لڏا لٽيو، تعلقو شاهه بندر، ضلعو ٺٽو
**سٻيءَ جو قلعو (ڪوٽيڙو):** ديهه ريڪ، ٿپي مول، تعلقو ٿاڻو بولا خان، ضلعو ڄام شورو
**ست ڪاجن دڙو:** ڪراچيءَ کان ٽي سئو ميل پري اولهه طرف عربي سمنڊ جي ڪناري تي.
**ستن ستين جو قبو (اڏاوت):** ساموئي، ضلعو ٺٽو
**ستهه وارو دڙو:** ديهه ڪنياري، تعلقو فيض گنج، ضلعو خيرپور
**ستين جو آستان/ صفهءِ صفا:** تعلقو روهڙي، ضلعو سکر
**ستي ڏيرا قلعو:** ديهه ستي ڏيرا، تعلقو ننگرپارڪر، ضلعو ٿرپارڪر
**سخي ابراهيم شاهه درگاهه:** مورو شهر، ضلعو نوشهروفيروز
**سخي الهيار جو مقبرو:** ڪوٽڙي ڪبير، تعلقو ڪنڊيارو، ضلعو نوشهروفيروز
**سخي اميد علي جماليءَ جو مقبرو:** ديهه اين.اي-87، تعلقو ۽ ضلعو شهيد بينظيرآباد



سخي پاڻ سلطان جو مقبرو

**سخي پاڻ سلطان جو مقبرو:** سيوهڻ شهر، ضلعو ڄام شورو
**سخي ڄام صاحب قبرستان:** ديهه نصرت 110، تعلقو ضلعو بينظيرآباد
**سخي دادواهي (درسگاهه):** نارو شاهه، ضلعو نوشهروفيروز
**سخي دلير رند جو مقبرو:** ڳوٺ جهانگارا، تعلقو سيوهڻ، ضلعو دادو
**سخي شاهه محمود جو قبو:** ڳوٺ ڪشورپور، تعلقو دولتپور، ضلعو بينظيرآباد



سخي شاهه محمود جو مقبرو

**سخي هاشم شاهه جو مقبرو:** مٽياري شهر، ضلعو مٽياري
**سڏور جو قبرستان:** ديهه ڪارڙ، ضلعو سکر
**سڏيرڻ جو ٿلهه:** ڳوٺ سعيدپور ملاڪاتيار، ضلعو ٽنڊو محمد خان
**سريمڻ جي قبر:** حمل ڍنڍ جي الهندي ڪناري تي، تعلقو وارهه
**سڪ جو قلعو:** جهرڪ، ضلعو ٺٽو
**سڪپور (دڙا):** ڳوٺ حاجي محمد جت، ضلعو بدين
**سلطان ابراهيم جو مقبرو:** مڪلي، ضلعو ٺٽو



سلطان ابراهيم جو مقبرو

**سلطان مقيم بيگلار جي نياڻي جي مزار:** توڙڪي قبرستان لڳ نصرپور، ضلعو ٽنڊوالهيار
**سليم آباد دڙو:** سليم آباد تعلقو ڪنڊيارو، ضلعو نوشهرو فيروز
**سما خاندان جي ڪنهن گمنام شهزادي جو مقبرو:** مڪلي ضلعو ٺٽو
**سمن جو قبرستان:** ڳوٺ لوٽيو سمان، اسلام ڪوٽ- ننگرپارڪر روڊ لڳ، ضلعو ٿرپارڪر
**سمندر فقير/ ڪبير فقير جو مقبرو:** ڳوٺ پراڻي ٻچيري، ديهه اين.اي-84 تعلقو ۽ ضلعو بينظيرآباد
**سم وڏي ڏکڻ:** اڃڙو ٿر، تعلقو ٺري ميرواهه، ضلعو خيرپور ميرس

**سنبڪ سوائيءَ وارو قبرستان:** ديهه ڪنڊي ترائي، تعلقو ٽاٽو بولاخان، ضلعو ڄامشورو

**سنجريٽيءَ جو دڙو:** تعلقو شهدادڪوٽ، ضلعو خيرپورميرس

**سنڌ راڻيءَ جي قبر (مزار):** ديوانه قبرستان لڳ راڄو خاناڻي، ضلعو بدين

**سنڌ مدرسة الاسلام (تعليمي ادارو):** ڪراچي

**سون چڙيءَ جو پڙو:** ديهه جهان، ڳوٺ پڙو، تعلقو شهدادپور، ضلعو سانگهڙ

**سون دڙو:** ڳوٺ امير علي خان جوٽيجو، تعلقو شهداد ڪوٽ، ضلعو قنبر- شهدادڪوٽ

**سونڊا (شهر):** جهرڪ لڳ، ضلعو ٺٽو

**سون لکيون واريون گهاڙيون (مقام):** ديهه لال بکر، ضلعو ڪراچي

**سون مياڻي بندر:** ڪراچيءَ کان پنجاهه ميلن جي مفاصلي تي سمنڊ ڪناري

**سهاڳڻ ڏهاڳڻ جا مقبرا:** اروڙ- روهڙي، ضلعو سکر


سهاڳڻ ڏهاڳڻ جو مقبرو

**سهتاڻي مقام (قبرستان):** ديهه ڪائي تعلقو سيوهڻ، ضلعو ڄامشورو

**سهراب محل:** خيرپور ميرس

**سهڻيءَ جو دڙو (دڙو/قبر):** شهداد پور شهر، ضلعو سانگهڙ

**سئي ڪنڊر جو مقام:** تعلقو ٽنڊو آدم، ضلعو سانگهڙ

**سيتا جي ڏاٽ (دڙو):** ديهه ڪوهستان، تپو غيبي ديرو، ضلعو قنبرشهدادڪوٽ

**سيتارو جو دڙو:** ڳوٺ ياري، تعلقو روهڙي، ضلعو سکر

**سيد آدم شاهه جي مزار:** مٺين جيئندي جو مقام، مٽياري

**سيد جو قلعو:** سبي، بلوچستان

**سيد چتن شاهه جي مزار:** شادي شهيد لڳ، تعلقو خيرپور

**سيد حاجن شاهه (مقبرو):** ڳوٺ لونگاڻي، تعلقو ڳڙهي ياسين، ضلعو شڪارپور

**سيد حسين شاهه بخاريءَ جي مزار:** ضلعو خيرپورميرس

**سيد رڪن شاهه جو مقبرو:** مٽياري

**سيد علي شيرازيءَ جو مقبرو:** مڪلي ٽڪري، ضلعو ٺٽو

**سيد عمران بخاريءَ وارو مقام (قبرستان):** تعلقو حب، ضلعو لسٻيلو

**سيد غلام حسين شاهه جي درگاهه:** قنبر، ضلعو قنبر- شهدادڪوٽ

**سيد غوث حسين شاهه جي مزار:** ڳوٺ شير محمد سولنگي، تعلقو دادو

**سيد واڏن جي مزار ۽ قبرستان:** دادو شهر، ضلعو دادو

**سيراج جي ٽڪري:** ڪوٽڏيجيءَ لڳ، ضلعو خيرپور

**سينٽ ميري ديول:** ڪراچي

**سيوراهي (ماڳ):** ڳوٺ سنجرپور، تعلقو صادق آباد، ضلعو رحيم يار خان

**شادڻ (قبرستان):** ديهه ميرواهه، تپو گل محمد، تعلقو جوهي، ضلعو دادو

**شادي پلي ماڳ:** ڳوٺ شادي پلي، تعلقو پٿورو، ضلعو عمرڪوٽ

**شادي خان جو مقبرو:** ڳوٺ شادي خان چانڊيو تعلقو سڪرنڊ، ضلعو نوابشاهه


شادي خان چانڊيي جو مقبرو

**شادي شهيد پير:** ضلعو خيرپورميرس

**شاڪر پير جو قبرستان:** تعلقو دادو

**شاهه اسماعيل پڙي وارو (مقبرو):** ديهه 16 هيرل، تعلقو پٿورو، ضلعو عمرڪوٽ

**شاهه اويس جو حجرو:** ديهه تپو مانجهند، ضلعو ڄامشورو

**شاهه اويس جو مقبرو:** مانجهند اسٽيشن کان اولهه طرف جبلن ۾، تعلقو مانجهند، ضلعو ڄامشورو

**شاهبندر جامع مسجد:** شاهبندر، ضلعو ٺٽو

**شاهه بهاري جو مقبرو:** بهادر آباد محلو، ضلعو لاڙڪاڻو

**شاهه پنجو سلطان درگاهه:** شاهه پنجو، ريلوي اسٽيشن لڳ، ضلعو دادو

**شاهپور جمالي دڙو:** ڳوٺ ديدار جمالي لڳ، تعلقو شهدادڪوٽ

**شاهپور دڙو:** هيءَ دڙو ديهه پناڻ تعلقو شهدادڪوٽ

**شاهه حسن مسجد:** ڳوٺ شاهه حسن، تعلقو جوهي، ضلعو دادو

**شاهه حسڻ شاهه آري (قبو):** سيد حاجي شاهه قبرستان، مٽياري

**شاهه رخ ميرزا جي قبر:** مڪلي، ضلعو ٺٽو

**شاهه شڪر گنج مقام (قبرستان):** تعلقو سيوهڻ، ضلعو ڄامشورو

**شاهه شهيد جو مقبرو (قبو):** ديهه ٻلهڻ، تعلقو سيوهڻ، ضلعو ڄامشورو

**شاهه ظريل جو مقبرو:** ديهه درماڻو، تپيو چانيري، تعلقو ضلعو بدين

**شاهه عبداللطيف جو مقبرو:** ڀٽ شاهه تعلقو هالا، ضلعو مٽياري

**شاهه قاسم بيگلار جي مزار:** توري قبرستان لڳ، نصرپور، ضلعو ٽنڊوالهيار

**شاهه ڪبير جي مزار:** جوڻ شهر ضلعو بدين

**شاهه ڪهور (دڙا/پڙا):** ميرپور بٺورو لڳ ضلعو ٺٽو

**شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو مقبرو:** بلڙي شاهه ڪريم، ضلعو ٽنڊو محمد خان

**شاهه گودڙيي جي مزار:** ديهه موجهڙ، تعلقو ميهڙ، ضلعو دادو

**شاهه گهرڻي جي مزار:** پيرو لاشاري ضلعو بدين

**شاهل محمد ڪلهوڙي جو قبو/ شاهه علي:** ديهه ايلچي، تعلقو قنبر، ضلعو قنبر- شهدادڪوٽ

**شاهه مراد جي مزار:** مڪلي، ضلعو ٺٽو

**شاهه مسڪين جو مقبرو:** غلہ بازار، ضلعو ٺٽو

**شاهه مسلمان مقبرو ۽ قبرستان:** ديهه بوبڪ، تعلقو سيوهڻ، ضلعو ڄام شورو

**شاهه مصراڻي (مقبرو):** ديهه ڪنڊيهه وڏي، تعلقو دولتپور، ضلعو شهيد بينظير آباد

**شاهن جو مقام:** ديهه ٺلهه، ٽپو بکر تعلقو جوهي، ضلعو دادو

**شاهه ننڊل جو دڙو:** تعلقو باقراڻي، ضلعو لاڙڪاڻو

**شاهه وجيهه جي مزار:** پير پٽي لڳ، ضلعو بدين

**شاهه يقيق جو مقبرو:** چوهڙ جمالي لڳ، ضلعو ٺٽو

**شاهه يقيق جي درگاهه:** تعلقو شاهبندر، ضلعو ٺٽو

**شرفاء خان جو مقبرو:** مڪلي، ضلعو ٺٽو

**شلي ماڳ (دڙو):** ديهه ريڪ، تعلقو ٽاڻو بولا خان، ضلعو ڄام شورو

**شِو مندر ڪلفٽن:** ڪلفٽن، ڪراچي

**شِو مندر منگهو پير:** نگهو پير، ڪراچي

**شِو نانگا مندر:** هيءُ مندر شهر مري تعلقو مورو، ضلعو نوشهرو فيروز

**شهاب الدين بخاريءَ جو مقبرو:** ديهه ٽلٽي، تعلقو سيوهڻ، ضلعو ڄام شورو

**شهاب الدين شاهه قادريءَ جو مقبرو:** بدين ڪان ٻن ڪوهن جي مفاصلي تي.

**شهداد خان جو قبو:** ڳوٺ ۽ ديهه ميان نور محمد، تعلقو دولتپور، ضلعو بينظيرآباد

**شهداد خان جي ڏيري ۽ ٻارن جون قبرون:** ميرن جا قبا، حيدآباد

**شهيدن جو قبو/حافظ شهيد جو مقبرو:** ديهه ۽ ڳوٺ بلاول ماڙي، تعلقو سڪرنڊ، ضلعو نوابشاهه



شهيدن جو قبو

**شهيدن جو مقام:** نئون ديرو ضلعو لاڙڪاڻو

**شيخ ابڙي هالاڻيءَ جي مزار:** ضلعو بدين

**شيخ ابو تراب جي مزار:** ٺرڙي قبرستان، تعلقو ميرپور ساڪرو، ضلعو ٺٽو

**شيخ پرڪيو ڪاتيار (مزار):** شيخ پرڪيو، ضلعو محمد خان

**شيخ جيي جي مزار:** مڪلي، ضلعو ٺٽو

**شيخ حماد جمالي جو مقبرو:** مڪلي ضلعو ٺٽو

**شيخ دريا جو مقبرو:** ديهه ٺهٽي، تعلقو سيوهڻ، ضلعو ڄام شورو

**شيخ ڏمڻ جو قبو:** ڳوٺ شاهه حسڻ ڳوٺ، منڇر، ضلعو دادو

**شيخ طيب جو قبرستان:** ڪولاب جيئل لڳ، ضلعو خيرپور ميرس

**شيخ عيسىٰ لنگوٽيءَ جو مقبرو:** مڪلي قبرستان، ضلعو ٺٽو

**شيخ عيسىٰ لنگوٽي جي مقبري ڀرسان اٺ ٽنيون ڇٽيون:** مڪلي، ضلعو ٺٽو

**شيخ فريد جو مقبرو:** شهر ٺٽو

**شيخ محمد الياس ڏنگراج جو مقبرو:** ديهه ڪوٽ چانڊڪا، ٽپو ڪنوري، تعلقو ڏوڪري، ضلعو لاڙڪاڻو

**شيخ مموٽ جي مزار:** ڍنڍي ڳوٺ، ضلعو ٽنڊو محمد خان

**شيخ نورئي جو دڙو:** ديهه چاڳري، ٽپو ديبي، تعلقو ۽ ضلعو بدين

**شيخ هوٿي لاڪو (مزار):** ديهه مشائخ، ضلعو ٽنڊو الهيار

**شير بيگ بن علي شير ارغون:** توورڪي قبرستان لڳ نصرپور، ضلعو ٽنڊو الهيار

**شير خان چانگ جو دڙو:** تعلقو ۽ ضلعو بدين

**شير شاهه جا مسافرخانہ (دڙا):** تعلقو، ٺري ميرواهه، ضلعو خيرپور

**شوالو (شِو مندر):** لقمان، خيرپور ميرس

**صاحب سمون (دڙو):** هيءُ دڙو ديهه ڪرچ

**صاحبہ محل (ماڳ):** ڪڏهڙو جي ڀر ۾ ضلعو بدين

**صالح سوائيءَ وارو قبرستان:** تعلقو، ٿل، ضلعو لس ٻيلو بلوچستان

**صدر الدين شاهه جي قبر (مقبرو):** ديهه ڳهير، تعلقو سيوهڻ. ضلعو ڄامشورو

**صوفي صادق جو قبرستان:** شهر صوفي فقير، ضلعو ٺٽو

**صوفي صادق جو مقبرو:** شهر صوفي فقير، ضلعو عمرڪوٽ

**طالب سمي جي مسجد ۽ دڙو:** تعلقو ۽ ضلعو بدين

**طاهر فقير (دڙو):** ڳوٺ طاهر فقير، تعلقو روهڙي، ضلعو سکر

**طغرل بيگ جو مقبرو:** مڪلي ٽڪري، ضلعو ٺٽو

**طلا شاهه جو مقام (قبرستان):** پاٽويون، تعلقو سنجهورو ضلعو سانگهڙ

**عاشق جي ٽڪري (جبل جي ٽڪري ۽ قبر):** ديهه جاگير 6، ضلعو قنبر- شهدادڪوٽ

**عبدالرحمان ڏاهريءَ جو مقبرو:** ديهه ڀنياٽي، ڳوٺ محمد خان رند، تعلقو دولتپور، ضلعو بينظيرآباد

**عبدالله بن تاجي جي ڇٽي:** مڪلي ٽڪري، ضلعو ٺٽو

**عبدالله شاهه بخاري مقبرو:** ديهه واهڙ، تعلقو سيوهڻ، ضلعو ڄامشورو

**عبدالله شاهه حسيني المعروف اصحابي:** مڪلي قبرستان، ضلعو ٺٽو

**عطر خان ڪلهوڙي جي قبر:** گورنمينٽ زبيده ڪاليج حيدرآباد

**مقبرو ميان غلام شاهه ڪلهوڙو:** حيدرآباد شهر ۾ هاڻوڪي سينٽرل جيل جي پرسان.

**مقبرو مير غلام حسين خان ٽالپر ۽ ٻيا:** حيدرآباد ۾ مير ڪرم علي خان جي مقبري جي ڏکڻ- اولهه

**مقبرو مير ماڻڪ خان:** ڊرگهه بالا، تعلقو جوهي ضلعو دادو

**مقبرو ميرمير محمد:** هالا شهر، ضلعو مٽياري

**مڪليءَ جو قبرستان:** ٺٽي شهر سان لڳ



مڪلي قبرستان

**مگڻ پنهور جو ماڳ (دڙو):** ڳوٺ ڪريم ڏنو لڳ بس اسٽاپ وٽ، تعلقو ٽانڊو بولا خان

**ملا رحمانيءَ جو مقبرو:** ديهه ڏنگر، تعلقو خيرپورناٿن شاهه، ضلعو دادو

**ملڪ عزت خان جي رانڪ:** حيدرآباد- ٺٽي روڊ تي ڏکڻ واري مقام ۾، تعلقو ڪوٽڙي، ضلعو ڄامشورو

**ملوڪ شاهه جي درگاهه:** ڏکڻ شهر، تعلقو ڳڙهي ياسين، ضلعو شڪارپور

**ممڻ ٽيڙ/ ممڙو (دڙو):** روهڙي شهر کان ٽي ميل اوپر ۾ ٽيڙ نالي واهي جي پرسان ڳوٺ ممڙو، تعلقو روهڙي.

**منٺار فقير راڄڙ جو مقبرو:** ڳوٺ ڪاٺي، تعلقو کپرو، ضلعو سانگهڙ

**منصوره/ برهمڻ آباد:** شهدادپور شهر کان اٺ ميل اوپر طرف، تعلقو شهدادپور، ضلعو سانگهڙ



برهمڻ آباد/ منصوره

**منگي فقير جتوئيءَ جو مقبرو:** ميان يار محمد ڪلهوڙي جو قبرستان، خداآباد، ضلعو دادو

**موسڪي مسجد:** مٽياري شهر

**موسن شاهه جي مزار:** دادو ريلوي ڦاٽڪ، انڊس هاءِ وي لڳ ڳوٺ ڇاٽو شاهه آباد شهر ۾ ضلعو دادو

**موڪي متارن جون قبرون:** سپر هاءِ وي تي ٽول پلازه کان ارڙهن ميل اتر ۾، نار جبل تي.

**مومل جي ماڙي II (دڙو):** گهوٽڪي شهر کان 8 ميل ڏکڻ اتر، تعلقو ماٿيلو ضلعو گهوٽڪي

**مهجوءَ جو دڙو:** مهجوءَ بروهي، تعلقو شهدادڪوٽ، ضلعو قمبر- شهدادڪوٽ

**ميان جو قبرستان:** فريدآباد لڳ، ضلعو لاڙڪاڻو

**ميان دين محمد ڪلهوڙي جو مقبرو:** ديهه راڏي، ٺپو ميان نصير محمد، تعلقو خيرپورناٿن شاهه، ضلعو دادو

**ميان شاهل محمد ڪلهوڙي جو ڪوٽ:** ڳوٺ جيئڻ ابڙو ديهه ننگر هڪڙو، ضلعو قنبر- شهدادڪوٽ

**ميان شوري واري مسجد:** ڳوٺ ميان شورو، ديهه جمال ڪيريو، تعلقو سڪرنڊ، ضلعو بينظيرآباد

**ميان مغروف جا قبا (قبرستان):** ديهه ڪنڊياري، تعلقو چمبڙ ضلعو ٽنڊوالهيار

**ميان نصير محمد جو قبرستان:** ديهه راڏي نمبر 2، ٺپو ميان نصير، تعلقو خيرپورناٿن شاهه ضلعو دادو

**ميان نور محمد ڪلهوڙي جو مقبرو:** نور محمد ڪلهوڙي جو قبرستان تعلقو دولتپور ضلعو بينظيرآباد

**ميان يار محمد جو مقبرو:** خداآباد ڳوٺ کان اولهه تعلقو ۽ ضلعو دادو

**مير الهيار جو قبرستان:** ڊرگهه بالا، تعلقو جوهي، ضلعو دادو

**مير الهيار خان جو مقبرو:** ڊرگهه بالا، تعلقو جوهي، ضلعو دادو

**ميرزا عيسىٰ جي رانڪ:** مڪليءَ ۾، جان بابا جي مقبري جي ويجهو، ضلعو ٺٽو

**مير شاهنواز ٽالپرجي ديري جي ٽجر:** ميرن جو قبرستان، حيدرآباد

**مير شهداد خان جا قبا:** شاهپور چاڪر شهر، ضلعو شهيد بينظيرآباد

**مير شهداد خان جي ڇٽي:** شاهپور چاڪر شهر جي ٻاهران، ضلعو شهيد بينظيرآباد

**مير غلام محمد خان حسين ٽالپر جو مقبرو:** ميرن جا قبا حيدرآباد

**مير ڪلان قبرستان ۽ روضا:** سيوهڻ شهر، ضلعو ڄامشورو

**مير مبارڪ جو مقبرو:** هي مقبرو عمرڪوٽ کان 24 ميل جي فاصلي تي قبرستان رام جاڳو ضلعو عمرڪوٽ

**مير محمد بخش خان ۽ ٻين ٽالپرن جون قبرون:** حيدرآباد شهر

**مير محمد خان ۽ مير شاهنواز خان جو مقبرو:** ميرن جو قبرستان، حيدرآباد

**مير محمد نصير خان ۽ ٻين حاڪمن جا مقبرا:** ميرن جو قبرستان، حيدرآباد

**ميرن جو ڪوٽ (دڙو):** سکر

**ميري بلي (ٽونگ):** تعلقو ٽانڊو بولا خان، ضلعو ڄام شورو

**ميون عثمان قبن وارو:** ڪڪرالي رياست جي گاديءَ واري هنڌ ڦتل ديري لڳ موجوده ڇڇ خان ڪان چار ڪلوميٽر ڏکڻ طرف

**ميين ونهين جو مقبرو:** توري قبرستان لڳ نصرپور، ضلعو ٽنڊوالهيار

**ميين هاشم همدانيءَ جي قبر:** ڳوٺ صديق رند، ديهه پکياڙڪي، تپو بلڙي، ضلعو ٽنڊو محمد خان

**ناٿن شاهه لڪياريءَ جو مقبرو:** خيرپور ناٿن شاهه شهر، ضلعو دادو

**نانگي شاهه جو مقبرو:** ڳوٺ نانگي شاهه، ديهه جرڪرو تعلقو دولتپور، ضلعو شهيد بينظيرآباد

**نٿو شاهه درگاهه:** ڪوٽڙي ريلوي اسٽيشن کان ڏکڻ طرف

**نرگاٿي ڪنڊ (دڙو):** نئين گاج جي گهاٽي ۾ نئين جي ڪاهي ڪنڊيءَ تي، ضلعو دادو

**نظام الدين/ ڄام نندي جو مقبرو:** سيد علي شيرازيءَ جي مقبري واري ميڙ ۾، ضلعو ٺٽو



ڄام نظام الدين (ڄام نندي) جو مقبرو

**نکو بٺي (دڙو):** ڳمڙاج ٽڪري تي، تعلقو سيوهڻ ضلعو ڄامشورو

**ننڍا آتڻ (دڙا):** ڳوٺ اڪڙي تعلقو ۽ ضلعو خيرپور ميرس

**نوابن جون راڻڪون:** يونين ڪائونسل غيبي ديرو، ضلعو قنبر- شهدادڪوٽ

**نوح هوتيانيءَ جو مقبرو/ درگاهه:** مٽياري شهر



مخدوم نوح هوتيانيءَ جي درگاهه

**نورجن واري مسجد:** ديهه تپو نور ڄام، تعلقو ۽ ضلعو دادو

**نور محمد ٽالپر جي ديري جون قبرون:** ميرن جو قبرستان، حيدرآباد

**نور زمان جو دڙو:** چانڊين جي جاگير- تعلقو قنبر

**نهال جو قبو (مقبرو):** ديهه پڙيواري، تعلقو شهدادپور، ضلعو سانگهڙ

**نهڙو دڙو:** نبيسر اسٽيشن کان اوڀر ڏکڻ، تعلقو مٺي، ضلعو ٿرپارڪر

**نئون پنڊ (دڙا):** لڳ ريلوي ٽانڪي ضلعو سکر

**نيرون ڪوٽ (قلعو):** ڳوٺ واهي پانڊي، تعلقو جوهي، ضلعو دادو

**واس (دڙو):** ڳوٺ واس، تعلقو روهڙي، ضلعو سکر

**واند پير (قبرستان):** تعلقو جوهي، ضلعو دادو

**وڄوٽ (دڙا):** ريلوي اسٽيشن ريتيءَ کان پنج ميل ڏکڻ بيابان ۾، ضلعو گهوٽڪي

**وڏي سم اتر 1:** تعلقو ميرواهه، ضلعو خيرپور ميرس

**ورن پوري (مندر):** سکر واهه، سکر



وريل شاهه جو مقبرو

**وريل شاهه جو مقبرو:** لڳ سيوهڻ ريلوي لائين، ضلعو ڄامشورو

**وسائي فقير جو مقام:** ديهه حسين پاتو تعلقو فيض گنج، ضلعو خيرپور ميرس

**وسٽيءَ جي پٽ (دڙو):** ڳوٺ وسٽي، ديهه نصر سهتو 105، تعلقو ۽ ضلعو شهيد بينظيرآباد

**وڪر اتر- پور:** وڪر ماٿريءَ لڳ، تعلقي ٺري ميرواهه، ضلعو خيرپور ميرس

**وڪر ڏکڻ اوڀر:** اڇڙو ٿر، تعلقو ٺري ميرواهه، ضلعو خيرپور ميرس

**ونجهورو دڙو:** ڳوٺ ونجهورو، ديهه گولو ڏاهري، تعلقو سڪرنڊ، ضلعو شهيد بينظيرآباد

**وينجهر (دڙو):** تعلقو سڪرنڊ، ضلعو شهيد بينظيرآباد

**وينجهرو دڙو:** لڳ شاخ مشائخ، تعلقو سڪرنڊ، ضلعو شهيد بينظيرآباد

**هالا درويش جو مقبرو:** مڪلي، ضلعو ٺٽو

**هميتن جو دڙو:** ڳوٺ راڄ ملڪ، تعلقو جاتي، ضلعو ٺٽو

**همير جو پڙو (دڙو):** شهر صوفي فقير کان هڪ ڪلوميٽر ڏکڻ، ضلعو عمرڪوٽ

**هيرو خان (قبرستان):** ديهه مريد ديرو، تپو هيرو خان تعلقو جوهي، ضلعو دادو

**يار محمد ٽالپر ۽ ٻين جون قبرون:** ميرن جو قبرستان، حيدرآباد

**ياروءَ جو دڙو (مقبرو):** ديهه غيبي ديرو، ضلعو قمبر- شهدادڪوٽ

**يارو سائينءَ جو مقبرو:** ديهه سکر هاليجو، تپو درگهه بالا، تعلقو جوهي، ضلعو دادو

# سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا

جنگي فن، حرفت ۽ قلعبندي هڪ ٻئي تي دارومدار رکن ٿا، ان ڪري جنگي نقطہ نظر کان پراڻي دور ۾ بہ قلعبندي ۽ ڪوٽ هڪ طاقتور حڪومت لاءِ تمام ضروري سمجهيا ويندا هئا، ڇوجو ڪوٽ ئي ڪنهن حاڪم جي جاهہ و جلال ۽ طاقت جا پيمانا هوندا هئا.

سنڌ ۾ موجود اڳيئين زماني جا ڪوٽ رڳو بيجان عمارتون نہ آهن، پر اهي پنهنجي دور جون زندهہ تاريخون آهن. ڪوٽن جي فوجي اهميت ڪانسواءِ بہ انهن ڪوٽن اندر اڏيل شهر ۽ سهڻا محل عمارتسازيءَ جا جيئرا جاڳندا شاهڪار آهن. ان ڪري ڪنهن بہ دور ۽ بادشاهہ جو عروج، زوال ۽ سنڌن صحيح تاريخ لکڻ لاءِ ڪوٽن جي تاريخي ۽ جاگرافيائي اهميت جاچڻ ضروري آهي. (وڌيڪ ڏسندا: **'ڪوٽ ۽ قلعا'، اينڊڙ جلد**) هتي سنڌ ۾ موجود مشهور ڪوٽن ۽ قلعن جو الف ب وار جائزو پيش ڪجي ٿو:

**اروڙ جو ڪوٽ:** تاريخ جي مختلف دورن ۾ اروڙ کي جدا جدا نالن سان سڏيو ويو آهي. شايد سنڌ ۾ هي واحد شهر آهي، جيڪو ايترن گهڻن نالن سان پڪاريو ويو آهي. دنيا جي مختلف محققن اروڙ کي جدا جدا نالن سان سڏيو آهي، جيئن مسعوديءَ هن کي الرور، ابن خردا ذبہ هن کي


اروڙ جي موجوده کنڊرن ۾ ٿلهہ ٿلهہ عمارتون، مسجدون ۽ مقبرا، اروڙ جي عظمت جا نشان آهن

الدور، اشڪا البلاد هن کي الدور ۽ الدود، گائيلڊ ميٽر هن کي ابن حوقل جي حوالي سان رور ۽ الروز، الاطلاع هن کي الرور سڏيو آهي. ليفٽيننٽ ماڪ لاگن جو بيان آهي تہ هن شهر کي اروز بہ سڏيندا هئا.سنڌ جي هن پراڻي تختگاهہ جا آثار، سکر ضلعي ۾ تعلقي روهڙيءَ جي اتر آهن، جن جي بيهڪ 68.56 اوير ۽ 27.40 اتر آهي. هي کنڊر هڪ ننڍڙي ٽڪريءَ جي اڀرندي ڇيڙي تي روهڙيءَ کان 8 ڪلوميٽر ڏکڻ اوير ۾ آهن.

**اروڙ ڪوٽ جي بناوت:** هن ڪوٽ ۽ شهر جي کنڊرن کي ويتر ويران ڪرڻ ۾ مقامي ماڻهن ڀرپور ڪردار ادا ڪيو آهي. هي کنڊر ڏسي اروڙ جي اهميت کان انڪار ڪري نٿو سگهجي. موجوده کنڊرن ۾ هن وقت وڌيڪ متاثر ڪندڙ ٿلهہ ٿلهہ گهر، عوامي عمارتون، مسجدون، مقبرا، تحقيق طلب آهن. خاص ڪري اروڙ جو ڪوٽ، وڌيڪ ڌيان طلب آهي، ڇوجو اڄ تائين ڪنهن بہ محقق ان ڪوٽ جي جاگرافيائي، تاريخي، دفاعي ۽ رهائشي اهميت کي اجاگر نہ ڪيو آهي.

اروڙ جو ڪوٽ اڏڻ مهل ان ڳالهہ جو بہ خيال رکيو ويو هو تہ جيئن ٽڪريءَ جي ساخت کي مهارت سان ڪم آڻي سگهجي. ڪوٽ اڏيندڙ ڪاريگرن، جتان بہ ٽڪريءَ کي مناسب ۽ استعمال لائق سمجهيو آهي، ان کي ڪوٽ اندر ڪتب آندو آهي، ان ڪري ڪوٽ جي ڊزائين بہ ٽڪريءَ جي ساخت کي ڏسي مقرر ڪئي وئي آهي. رچرڊ برٽن بہ اهڙي ڳالهہ طرف اشارو ڪيو آهي "قلعو جوڙجڪ ۾ بي ڊولو ۽ بيضوي شڪل تي آهي، جنهن جو قطر 150 وال ڪن ٿيندو. اوپارين چوٽيءَ تي، قلعي جي مضبوط پٽ جا بہ حصا آهن: هڪ مٽي اوچو آهي، بيو وقت گذرڻ ڪري ڳري ختم ٿي ويو آهي. ظاهر ائين ٿو ٿئي تہ جڻ اهو قلعي جو مکيہ ڦاٽڪ آهي."

اروڙ جي ڪوٽ جي ڊزائين ۽ ديوارن جي بناوت جي باري ۾ ڊاڪٽر مستور بخاري پنهنجي رپورٽ ۾ لکي ٿي تہ: "ڪوٽ جون ديوارون اڌ گول جيان آهن، جيڪي وڏين سرن سان جڙيل آهن."

اروڙ جي ڪوٽ ۽ ٻين جاين مر ڪچين، پڪين سرن سان گڏ ڪٽي ڪٽي پٿر بہ لڳل نظر اچي ٿو اروڙ جي کنڊرن ۾ ڪتب آندل سرون، عرب دور کان اڳ ۽ بعد جي دور جون مليون آهن، جن ۾ مقامي پٿر، اڪثر جاين جي مضبوطيءَ واسطي هنيو ويو آهي، جنهن جو ذڪر بدر ابڙي بہ ڪيو آهي تہ "اڏاوت ۾ پٿر جا بي ڊولا بلاڪ ۽ سرون گڏيل طور استعمال ٿيل آهن. اندازو آهي تہ اهو پٿر پاڙن ۾ استعمال ٿيو هوندو، جيئن سنڌ جي اڪثر کنڊرن ۾ ڏٺو ويو آهي."

اروڙ ۾ موجوده وقت ڪوٽ اندر توڙي ان جي آسپاس باقي وڃي ڪجهہ جاين جا آثار رهيا آهن، جن ۾ مسجدون، مقبرا، گودام ۽ رهائشي جايون شامل آهن. جن ۾ خاص بحث لائق محمد بن قاسم واري مسجد آهي.

**اگهم ڪوٽ:** قديم ۽ تاريخي شهر اگهم ڪوٽ "50 '13 °25 اتر ۽ "20 '46 °68 اوير تي واقع آهي. هن جا کنڊر يا دڙا، حيدرآباد کان


اگهم ڪوٽ جا آثار

39 ڪلوميٽر ڏکڻ اوير، ماتلي تعلقي ۾ چمبڙ کان 6 ڪلوميٽر ڏکڻ طرف، چمبڙ- ٽنڊي غلام علي روڊ کان 3 فرلانگ اولهہ طرف ديهہ اگهاماڻي ۾ آهن. هي ڪوٽ ۽ شهر، درياهہ جي ويجهو هجڻ سبب، هن جا مکيہ ۽ واپاري مرڪز ساموندي ۽ درياهي بندر ۽ اُتان جا پتڻ هوندا هئا.

سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا

**اگهم ڪوٽ تي نالو:** اگهم ڪوٽ جي نالي بابت چيو وڃي ٿو تہ، راجا اگهم جي نالي پويان پيو آهي، جيڪو راءِ گهراڻي جي حاڪم راءِ سهيرس پٽ راءِ ساهسيءَ جي دور ۾ سنڌ جي ڏاکڻي حصي 'لوهاڻي پرڳڻي' جو حاڪم هو ۽ سندس پرڳڻي جي گاديءَ جو هنڌ برهمڻ آباد هو. جيئن مير علي شير قانع لکي ٿو تہ، "اهو نالو اگهم لوهاڻي جي پويان مليل اٿس."

**اگهم ڪوٽ جا ڪنڊر:** اگهم ڪوٽ، ديهہ اگهاماڻي ۾ واقع آهي. هاڻي اتي اگهم ڪوٽ جا ڪي آثار نہ ٿا ملن. هن جي پرسان هڪ قديم ڳوٺ گلاب لغاري آباد آهي. موجوده وقت اگهم ڪوٽ کي اگهاڻو چيو وڃي ٿو. اگهم ڪوٽ جا ڪنڊر 200 ايڪڙن ۾ ڦهليل هئا، جن مان وڏي حصي کي شهر پناهہ ڏنل هئي. ماڻهن آهستي آهستي هن قديم شهر جي کنڊرن جي کٽڻ ڪري، اتي پوکي راهي شروع ڪئي آهي. ان ڪري هي قديم آثار مٽيءَ سان ملي مٽي ٿي ويا آهن. باقي بچيل آثار 65 ايڪڙن تي پکڙيل آهن.

اگهم ڪوٽ جي آثارن ۾ هن وقت سواءِ چند ٽٽل ڦٽل عمارتن جي باقي آثار ڪچي مٽيءَ جي دڙن جا ڍير لڳا پيا آهن. دڙن جي بلندي پنجن فوٽن کان وٺي چاليهن فوٽن تائين آهن. کنڊرات ۾ وڏيون عمارتون واضح آهن، پر ننڍيون قبرون بہ گهڻيون آهن. موجوده وقت بہ هي مقامي ماڻهن جو قبرستان آهي، ان ڪري هتي تازيون قبرون بہ گهڻيون آهن.

کنڊرن جي وچ ۾ جامع مسجد پرسان هڪ ڦٽل کوهہ جا نشان پڻ آهن، جن جو قطر 3.6 فوٽ ٿيندو.

**اگهم ڪوٽ جي موجوده حالت:** گلاب لغاري ڳوٺ کان هڪ پڪو روڊ، ڏيڍ ڪلوميٽر اڳتي اگهم ڪوٽ جي تاريخي کنڊرن پرسان اچي پڄي ٿو، جنهن بعد اتي مختلف مزارون ۽ مسجدون وغيره ڏسي سگهجن ٿيون. جهڙوڪ: مخدوم اسماعيل جي مزار، ڪوري فقير جي قبر، پاٽولين جو اوتارو، سير فقير جي قبر، ٽن قبن واري مسجد، جامع مسجد، پير حسين شاهہ جي چوکنڊي وغيره وغيره.

**اگهم ڪوٽ جي قلعي جا آثار:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اگهم ڪوٽ جا آثار 22 مارچ 1959ع ۾ ڏٺا هئا. هو لکي ٿو تہ "قديم شهر ۽ ڪوٽ هين سيني آثارن کان ڏکڻ طرف آهي، مخدوم صاحب جي درگاهہ کان ڏکڻ ۽ پراڻي پيرواهہ کان ڏکڻ، ڪوٽ جي چئن برجن جا بنياد ظاهر، ڊيگهہ ۾ اولهہ- اوڀر ۽ ويڪر ۾ اتر ڏکڻ، قلعي سان لڳ، اوڀر طرف آثار گهڻا، پر سڀ زبون آهن."

**امام ڳڙهہ:** امام ڳڙهہ '15 °69 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۽ '31 °26 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ تي، ضلعي خيرپورميرس، تعلقي ناري، ديهہ جبي ۾ واقع آهي. ديهہ جبو 99 ايڪڙ جيتري وسيع رقبي ۾ ڦهليل آهي. امام ڳڙهہ خيرپور شهر کان 160 ڪلو ميٽر ڏکڻ، اوڀر ۽ سانگهڙ شهر کان 60 ڪلوميٽر اتر- اوڀر ۾، ريگستان جي وچ ۾ آهي. امام ڳڙهہ کان 15 ڪلوميٽرن تي جيروڙي ٽڙ آهي، جتي ڳاهہ ذات جا ماڻهو آباد آهن.

امام ڳڙهہ ۽ خاص ڪري اڇڙي ٽڙ جا سڀ ڪوٽ، پٽن جي وچ ۾ هيلانهين واريءَ جوڙيا ويا آهن. اهو ان ڪري جو هن علائقي جي واري تمام پوري ۽ هلڪي آهي، جيڪا طوفان ۽ هوا ۾ هڪ هنڌ کان ٻي هنڌ ڏانهن اڏامندي رهي ٿي. امام ڳڙهہ وارو علائقو اڇڙو ٽڙ جاگرافيائي توڙي فوجي نقط نگاهہ کان تمام اهميت وارو آهي.

**امام ڳڙهہ جو ڪچو ڪوٽ:** امام ڳڙهہ کي ٻن ديوارن هڪ ڪچي ديوار ۽ ٻي پڪي ديوار جو ڪوڙو ڏنل آهي. نبي بخش بلوچ ان ڪچي ڪوٽ جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ "راقم 27 ڊسمبر 1988ع تي وڃي ڏٺو ۽ ماپ ڪئي تہ ٻاهريون ڪچو ڪوٽ 350 فوٽ اتر ڏکڻ ۽ 300 فوٽ اولهہ- اوڀر". ان ڪچي ڪوٽ ۽ پڪي ڪوٽ جي وچ ۾ ڪيترئون ئي جايون اناج جا گودام ۽ بارود خانا ٺهيل آهن. ساڳي وقت ڪچي ۽ پڪي ڪوٽ جي وچ واري ايراضيءَ ۾ محافظن جي رهائش لاءِ پڻ ڪمرن جا آثار آهن. اشتياق انصاريءَ جي ماپن مطابق ان هم چورس ڪچي ڪوٽ جو هر پاسو 320 فوٽ بيهي ٿو ۽ اهڙيءَ طرح ڪچي ڪوٽ جي ديوارن جي بنيادن وٽ ويڪر 6 فوٽ آهي.

**امام ڳڙهہ جو پڪو ڪوٽ:** موجوده وقت امام ڳڙهہ جون اڏاوتون، ڳاڙهين سرن جي صورت ۾ نستيون لڳيون پيون آهن. هن شاهي ڪوٽ جي زميني سطح کان بلندي 40 فوٽ آهي. هي سڄو ڊڙو پڪين سرن جي اڏڻ ۽ ٽوٽڻ سان سٽيو پيو آهي، اتي ڪنهن بہ ثابت سر جو ملڻ محال آهي. ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ حملي آور، انتقام جي باهہ ۾ هن قلعي کي نيست و نابود ڪرڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي آهي. ويتر مڪاني ماڻهن، باقي بچيل سرن کي پنهنجي ڪم ۾ آندو آهي.

**امام ڳڙهہ جي ديوار:** امام ڳڙهہ کي چوڌير 40 فوٽ بلند ديوار ڏنل هئي، جنهن جون موجوده وقت ماپون ڪجهن ٿيون تہ اوڀر- اولهہ 150 فوٽ ماپ بيهي ٿي ۽ اتر- ڏکڻ ديوار جي ڊيگهہ 110 فوٽ آهي. ديوار جي اندران پهريدارن جي گشت لاءِ فصيل جا آثار پڻ ملن ٿا، جنهن جي ويڪر 10 فوٽ آهي. فصيل جي اندران ڪچي مٽيءَ جو پراءِ ڪيل آهي. غلام گردش جي بوتي کي مضبوط بيهارڻ لاءِ ان ۾ ڪاٺ جا شهتير پڻ وڌا ويا آهن.

**امام ڳڙهہ جا برج:** اڄ بہ امام ڳڙهہ جا ڪي برج واضح بيٺا آهن، جن ۾ خاص ڪري چئن ڪنڊن وارا برج آسانيءَ سان هٿ اچي وڃن ٿا. انهن مان اولهہ - ڏکڻ ۽ اولهہ - اتر ڪنڊن وارا برج واضح ۽ سٺي حالت ۾ موجود آهن. البت اوڀر- ڏکڻ ۽ اوڀر- اتر ڪنڊن وارا برج تباهہ حالت ۾ آهن. ڪوٽ جي مک دروازي جي حفاظت ڪندڙ ٻہ وڏا برج پڇي پري پوڻ بعد هڪ ڍڳ جي صورت ۾ پيل آهن. ذڪر ڪيل انهن برجن مان باقي ٻن برجن جو پتو لڳائڻ مشڪل آهي. امام ڪوٽ جي برجن جو قطر 20 فوٽ هو. ڪوٽ جي وچ تي بہ هڪ 40 فوٽ هم چورس ٽلهہ جا آثار هئا.

سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا

**امرڪوٽ/ عمرڪوٽ قلعو:** موجوده عمرڪوٽ ڪي قديم زماني ۾ امرڪوٽ سڏيو ويندو هو. امرڪوٽ جي آباد ٿيڻ بابت مختلف روايتون ملن ٿيون. اڪثر محققن جي راءِ موجب هي شهر يارهين صديءَ کان به اڳاٽو آهي. 'تاريخ ريگستان' ۾ رائچند هربجن، امرڪوٽ جي تاريخ بابت 'امرڪوٽ جو اتهاس' ۽ 'تاڊ راجستان' ڪتابن جا حوالا ڏيندي ڄاڻايو آهي ته "امرڪوٽ جي پراچين اتهاس جي پوري خبر ڪانهي، پر ڪن اتهاسن ۾ ٿورو احوال آهي، جنهن مان خبر پوي ٿي ته ڇهين صدي عيسويءَ ڌاري اتي پرمارن جي حڪومت هئي. لدروي ۽ پونگل جي يادوونسي راجا منڌم راءِ، امرڪوٽ جي پرمار راجا مسوڌ جي ڪنيا سان وهانءُ ڪيو.



سن 997ع/ 1054 سنبت ۾ مارواڙ جي راجا ڌوٽي براهه، پرما مارواڙ جي نون قلعن جي ورهاست پنهنجن نون پائرن ۾ ڪئي. ان وقت امرڪوٽ جو گراج پرمار ڪي حصي ۾ مليو... جيسلمير جي اتهاس ۾ آيل حقيقتن مان معلوم ٿئي ٿو ته يارهين صديءَ جي شروعات ۾ به امرڪوٽ تي پرمارن جي حڪومت هئي."

**امرڪوٽ قلعو:** امرڪوٽ قلعي جي تعمير هڪ تحقيق موجب پرمار سوڍي ڪرائي هئي، جنهن تي پوءِ ڪجهه عرصو سومرن جو ۽ 1226ع ڌاري سوڍن جو قبضو رهيو.

**بيهڪ ۽ بناوت:** هي قلعو 25٫22 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 69.47 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي عمرڪوٽ شهر ۾ واقع آهي. دفاعي لحاظ کان هي قلعو ريگستان جي ڇيڙي تي جوڌپور کان حيدرآباد ايندڙ مک شاهراهه تي قائم آهي. عمرڪوٽ جي چوڌاري هڪ خندق جا آثار به ڏنا ويا آهن. قلعي جي دروازي جي حفاظت لاءِ ٻنهي پاسن کان برج ٺهيل آهن. دروازي مٿان سورج مکيءَ جي گل جهڙو هڪ نشان ٺهيل آهي. ڪن محققن اهڙو نشان عمر سومري جي منديءَ تي به ڄاڻايو آهي، پر تيجسنگهه سولنڪيءَ جو خيال آهي ته اهو نشان 'سورج ونسي' راجپوتن جو ٺهرايل سمجهڻ گهرجي.

امرڪوٽ، مستطيل شڪل جو ڪوٽ آهي، جنهن ڪي چئني ڪنڊن کان برج ڏنل آهن. ڪوٽ جي وچ تي هڪ شاهي برج (Watch Tower) پڻ ٺهيل آهي، جنهن تي هن وقت به 6 توپون رکيل نظر اينديون. ڪوٽ اندر ان ٽنين تي بيٺل هڪ چٽيءَ هيٺان صليب جي صورت ۾ هڪ قبر موجود آهي، جيڪا انگريز ڊپٽي ڪمشنر مسٽر واٽسن جي چٽيءَ وڃي ٿي. هن ڪوٽ اندر ميوزيم پڻ قائم ڪيو ويو آهي، جتي مغل دور ۽ موجوده ٿر جي ثقافت جون شيون رکيل آهن. تازو ويراواهه-ننگرپارڪر رستي لاءِ کوٽائي ڪندي ويراواهه مان نڪتل ٻه جون مورتيون به آڻي هن ميوزيم ۾ رکيون ويون آهن.

مشهور داستان 'عمر مارئيءَ' جي نسبت به هن ئي علائقي سان آهي، جڏهن ته مشهور مغل بادشاهه جلال الدين اڪبر جي پيدائش به امرڪوٽ ۾ ٿي هئي.

**برهمڻ آباد جو قلعو:** برهمڻ آباد ڪي منصوره ۽ دلوراءِ جي نالي سان به سڃاتو وڃي ٿو. برهمڻ آباد جا ڪنڊر ضلعي سانگهڙ جي تعلقي ڄام نواز عليءَ جي ديهه 42 جمڙائوءَ ۾ 25° 88' 2" ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68° 77' 7" ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. هي ڪنڊر اٽڪل 45000 چورس فوٽن ۾ پکڙيل آهن. ڏڙي جي اوچائي وڌ ۾ وڌ 35 فوٽ ٿيندي.

تاريخ ۾ ارد شير بهمن ايرانيءَ (226-241ع) جي سنڌ فتح ڪرڻ جو ذڪر موجود آهي. چون ٿا ته اُن هي شهر پنهنجي نالي پويان ٻڌايو هو. پوءِ اڳتي هلي چوٿين صديءَ جي شروع ۾ برهمڻ حاڪمن هن جو نالو مٽائي برهمڻ آباد رکيو. محمد بن قاسم جي پٽ عمرو، هن جو نالو منصوره رکيو هي بارونق تجارتي شهر، لاڳيتو ٽي صديون سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ رهيو. چيو وڃي ٿو ته سلطان محمود غزنويءَ (416ھ/ 1026ع) سومنات کان موٽندي منصوره تي حملو ڪيو ۽ شهر ساڙي تباهه ڪري ڇڏيو.



**قلعو:** ابتدا کان آخر تائين برهمڻ آباد جو قلعو نه رڳو سنڌ جي قبضي لاءِ پر ساڳئي وقت سڄي هند جي فتح لاءِ پڻ اهم مرڪز جي حيثيت رکندو آيو آهي. برهمڻ آباد جا ڪنڊر هڪ وڏي قلعي جا آهن. سڄو شهر قلعي اندر آباد هو. قلعو به ڪو معمولي نه هو بلڪ فوجي لحاظ کان ناقابل شڪست هو جنهن تي قبضي ڪرڻ لاءِ چچ، ڏاهر، محمد بن قاسم ۽ ان کانپوءِ اُميه ۽ بنو عباس جي مڙني گورنرن کي سخت پريشانيون حاصل ٿيون. چيو وڃي ٿو ته قلعي کي اڌ فرلانگ تي مورچو آهي. قلعي جي پٽ جي ٿولهه گهٽ ۾ گهٽ 12 فوٽ ٿيندي.

تاريخ ۾ آهي تہ هن قلعي کي چار وڏا دروازا هئا، جن جي ٻنهي پاسن کان وڏا برج ۽ مورچا هئا، جن جا نالا: جريبطري، ٻهارند، ساتيہ، بنوره ۽ سالها هئا.

**قلعي جا برج:** قلعي جي پٽ کي ٻاهرئين پاسي کان اڌ گول جا برج ڏنا ويا هئا، جيڪي هڪ ٻئي کان 102 فوٽ دوريءَ تي هئا. جن جو قطر ساڍا 14 فوٽ هو. اتفاق سان اهي برج تباهيءَ کان بچي ويا ۽ اڄ بہ اهي پنهنجي سموري اڏاوت سان موجود آهن. هنن برجن جون هيٺيون پاسو پڪين سرن سان، جڏهن تہ مٿيون پاسو گج گاري سان ڪچين سرن سان ٺهيل آهي، جيڪو ويڪر ۾ 2 فوٽ آهي. ان ڪانسواءِ ڪوٽ کي ٻاهران مٽيءَ جو بند ڏئي قلعي جي بنيادن کي سگهارو ڪيو ويو آهي.

ڪوٽائيءَ مان اندازو ٿيو آهي تہ برهمڻ آباد جو قلعو ڪافي عرصي کان پنهنجو وجود رکندو پئي آيو. هتان ڪوٽائيءَ دوران معلوم ٿيو تہ قلعي جا بہ چار اڏاوتي دور آهن. قلعي جي پٽين جي والار ۽ اڏاوتي نوادرات مان اهو بہ ثابت ٿئي ٿو تہ هي قلعو اسلامي دور کان بہ اڳ موجود هو. مسلمانن انهيءَ وسنديءَ کي ٻيهر آباد ڪيو هو. قلعي مان اسلامي دور جا بہ چار اڏاوتي دور ملن ٿا.

**بکر جو قلعو:** سنڌ ۾ مسلمانن جي آمد کان اڳ ئي بکر ۽ سيوهڻ جا قلعا، دشمن سان منهن مقابل ٿيڻ لاءِ اهم مورچا هئا. چيو وڃي ٿو تہ بکر جو قلعو، هندو دور ۾ موجود هو. هر دور جي حاڪمن اُن جي مرمت ۽ توسيع ڪرائي. چاڪاڻ تہ انهيءَ دور ۾ 'بکر' ۽ 'سيوهڻ' جا قلعا سنڌ جي ٻن مکيہ رستن جي دروازن جون ڪنجيون سڏبا هئا. اسلام جي آمد کان اڳ سکر ۽ بکر کي 'اڪر' ۽ 'بڪر' بہ سڏيو ويندو هو جنهن تي ڪجهہ زمانو سوڍن جي صاحبي رهي هئي، ان بابت راورٽيءَ بہ لکيو آهي تہ: "اتر سنڌ ۾ اڪر ۽ بڪر ٻہ شهر آهن." جنهن مان معلوم ٿيو تہ اسلام کان اڳ سکر 'اڪر' ۽ بکر 'بڪر' سڏبو هو.



1838ع واري بکر قلعي جو هڪ منظر

**بکر قلعي جي اهميت:** سنڌ جا ڪجهہ شهر جاگرافيائي بيهڪ جي ڪري هر دور ۾ دفاعي توڙي آمدورفت جي لحاظ کان اهميت وارا رهيا آهن. اهي شهر آبي توڙي بري رستن جي ويجهو هئڻ ڪري حملي آورن کان وٺي سوداگرن ۽ سياحن لاءِ ڪشش جو باعث بڻيا آهن. سنڌ جي اهڙن اهم شهرن مان بکر بہ هڪ آهي. بکر قلعو تاريخ ۾ فوجي توڙي اقتصادي نقطہ نگاهہ کان مکيہ جاءِ والارڻ سان گڏ، قدرتي حسن جي شيدائين لاءِ بہ هڪ تفريحي مقام رهيو آهي. بکر جي آسپاس اوليائن ۽ بزرگن جي مقدس مزارن جي ڪري روحاني فيض حاصل ڪرڻ وارن جا هٽ ميڙاڪا رهيا آهن. گرميءَ جي موسم ۾ پاڻيءَ جي چڙهڻ ۽ ميون پچڻ جي منڊ ۾ ننڍا توڙي وڏا سردار توڙي نوڪ عورتون خواهہ مرد، باغن ۾ خلوتن ۽ محفلن ۾ ڏينهن گذاريندا هئا.

**بکر قلعي جي بيهڪ:** بکر جو قلعو موجوده سکر ضلعي ۾ 68.52 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 27.42 اتر ويڪرائي ڦاڪ تي واقع آهي. سنڌ جو هي منفرد قلعو درياهہ سان گڏ هڪ ٽڪر سان ڳنڍيو بيٺو آهي. بکر جو قلعو جنهن ٽڪريءَ تي آهي، اها ٽڪري روهڙيءَ جي ٽڪرين جي هڪڙي شاخ آهي. روهڙي ۽ اروڙ واريون ٽڪريون تقريباً 47 ميلن تائين ڦهليل آهن ۽ اهو سلسلو لعل مشائخ تائين هلي پورو ٿئي ٿو هنن ٽڪرين جون چوٽيون ڪافي بلند آهن. سکر جو اڌ شهر هنن ٽڪرين جي هڪ شاخ تي اڏيل آهي، جنهن کي جدا جدا نالن سان سڏيو ويندو آهي. جهڙوڪ: ڪنگس هل، آدم شاهہ جي ٽڪري وغيره.

بکر جو هيءُ عظيم قلعبند شهر، جيڪو ڪنهن زماني ۾ هڪ پرڳڻي جي گاديءَ جو هنڌ هو. سو روهڙي ۽ سنڌو درياهہ جي وچ ۾ هڪ ٻيٽ تي واقع آهي. سنڌو درياهہ ۾ سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ تي درياهہ جي پيٽ ۾ ٻيٽن جي هڪ لڙي آهي، جن مان بکر سڀ کان وڏو ٻيٽ آهي.

**بکر قلعي جي بناوت:** بکر جي قلعي جي ايراضي اوڀر کان اولهہ تائين 800 گز هئي ۽ ويڪر 300 گز هئي. هي قلعو درياهہ کان 25 فوٽ بلنديءَ تي هو. قلعي جون ديوارون 30 کان 35 فوٽ تائين بلند هيون. قلعي کي ٻہ در هئا، هڪ روهڙي طرف ۽ ٻيو سکر طرف.

چانڊڪا پرڳڻي کي ڪلهوڙن جي دور حڪومت ۾ خاص اهميت حاصل هئي. چانڊڪا پرڳڻو آدم شاهہ ڪلهوڙي کان پوءِ ميان الياس محمد ۽ ميان شاهل محمد جي خاص نظرداريءَ هيٺ رهيو. جنهن بعد ميان نور محمد ڪلهوڙي ۽ سندس وزير شاهہ بهاري بہ هن علائقي جي ترقيءَ لاءِ اهم قدم کنيا. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو جڏهن سنڌ جو حڪمران ٿيو تہ هن جو تعميرات سان شوق ڏسي، هتان جي تاريخدانن کيس مغل شهنشاهہ اڪبر وانگر 'سنڌ جو اڪبر' ۽ 'سنڌ جو شاهجهان' لکيو آهي.

ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي پنهنجي دور ۾ سنڌ جي ٻين حصن وانگر چانڊڪا پرڳڻي ۾ بہ تعميرات تي خاص ڌيان ڏنو لاڙڪاڻي ۾ ڪلهوڙا دور جي جرنل شاهہ بهاري جو مقبرو، ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جو ئي اڏايل آهي. ان ڪانسواءِ ميان الياس محمد ۽ ميان شاهل محمد جا مقبرا پڻ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي دور ۾ ئي تعمير ڪيا ويا. هن پرڳڻي ۾ ٻين عمارتن سان گڏ ڪوٽ غلام شاهہ بہ هن حڪمران جو اڏايل ٻڌايو وڃي ٿو.

**بهمر ڪوٽ/ بهمر جو پڙو:** بهمر جو پڙو نوابشاهه کان 35 ڪلوميٽر پري ٻانڊي روڊ تي آهي. دوڙ کان 7 ڪلوميٽرن جي اولهه طرف ريلوي لائين پار ڪرڻ بعد آمرجي واهه پرسان، عبدالرزاق جمالي ڳوٺ جي ويجهو هي پڙو واضح نظر اچي ٿو. هي دڙو روينيو سروي نمبر 14، 43/48، 42/34 ۽ 4، 3، 2، 44/1 ديهه نصرت، تپو ڏاهري، تعلقي نوابشاهه ۾ واقع آهي. سرڪاري روينيو رڪارڊ موجب هن دڙي جي ايراضي اٽڪل چاليهه ايڪڙن ۾ آهي. هن پڙي جي چوڌير آباد زرعي زمين آهي. هن پڙي کي، اتان جا مقامي ماڻهو 'پڙو بهمر' پڙو پنگو ۽ 'ڳاڙهو پڙو' وغيره جي نالن سان سڏين ٿا. ڳاڙهو پڙو شايد ان ڪري سڏجڻ ۾ اچي ٿو جو سمورو پڙو، پڪين ڳاڙهين سرن جي ٽڪرن، ٺوٺن ۽ ڳاڙهي مٽيءَ جي ڍير سان سٽيو پيو آهي. ڪن محققن جو رايو آهي ته سنڌ جي ڏاکڻي حصي تي محمد بن قاسم قبضو ڪرڻ کان پوءِ 712ع ۾ راوڙ جو قلعي هٿ ڪرڻ بعد، برهمڻ آباد طرف پيش قدمي ڪئي. جتي راجا ڏاهر جو پٽ حاڪم هو. جيڪو عربن جي فوج جو مقابلو نه ڪري سگهيو آهي. 'بهرور' ۽ 'دهليله' (دليل ديرو) جا به قلعا رستي تي هئا. 'الور' ڏانهن ويندي، محمد بن قاسم، انهن ٻنهي قلعن تي قبضو ڪيو هو. ممڪن آهي ته 'بهمر دڙو' يا بهمر ڪوٽ 'بهرور' هجي.



**بهمر ڪوٽ جي اڏاوت:** هن شهر جي چوڌير پڪين سرن جو هڪ ڏري گهٽ هم چورس ڪوٽ ڏنل آهي. ڪوٽ جي ديوارن جي سراسري ٿولهه 6 فوٽ آهي. ديوار جي اندرئين ۽ ٻاهرئين پاسي پڪين سرن جي اوساري ٿيل آهي، جنهن جي وچين خال کي، ڪچي مٽيءَ سان پريو ويو آهي. ڪٿي ڪٿي ڪچيون سرون پڻ ڪتب آندل آهن. ان ڪري ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار ڪافي مضبوط آهي. ڪوٽ جي ديوار جي ظاهر کان ڏکڻ تائين ڊيگهه 915 فوٽ آهي ۽ اوڀر کان اولهه تائين ويڪر 870 فوٽ آهي. موجوده وقت به ڪوٽ جون ڦٽل ديوارون ۽ اندريان ڪنڊر، چوڌير ڦهليل زمين کان 12 فوٽ بلند بيٺا آهن. هن مان لڳي ٿو ته هي ڪوٽ بلند دڙي تي اڏيو ويو هو. هن ڪوٽ جي مضبوطي، پڪيڙ، تعميري مهارت، قلعي بندي ۽ برجن جي پيٽ سنڌ ۾ پنبور ۽ منصوره جي دفاعي سرشتي سان ڪري سگهجي ٿي. هن قلعي جي ديوار ۾ جيڪي پڪيون سرون استعمال ڪيل آهن، تن جي ماپ 12x9x2 انچ آهي.

**بهمر ڪوٽ جو دروازو:** قلعي جي اڀرندي ديوار جي وچ تي، ديوار کان ٻاهر نڪتل ٻه برج ظاهر بيٺا آهن. اهي ٻئي برج، هڪ ٻئي جو ويجهو هئڻ ڪري، اهو پڪ سان چئي سگهجي ٿو ته اتي ڪوٽ جو مک دروازو هوندو. انهي ٻنهي برجن جي وچ ۾ دروازي جي ويڪر 17 فوٽ آهي. ان مکيه لنگهه جي حفاظت به اڌ گول جي شڪل وارا پڪين سرن جا برج ڪري رهيا آهن. آثار قديمه جي ڪن ماهرن جو خيال آهي ته هن ڪوٽ جي تعمير ٻن دورن يا مرحلن ۾ ٿي آهي. ساڳئي وقت ڪوٽ جي آخري اڏاوتي دور ۾ ڪوٽ جي مکيه دروازي تي هڪ وڏي ٻاهه لڳڻ جا آثار به ملن ٿا.

**بهمر ڪوٽ جا برج:** بهمر جي پڙي جي مک داخلي دروازي کان سواءِ ڪوٽ جي چوڌير، ديوار ۾ ٿوري ٿوري مفاصلي تي حفاظتي برج ڏنل آهن، جن مان ڪافي برج زمين دوز ٿي چڪا آهن پر ڪن برجن جا آثار اڃ به ملن ٿا. بهمر ڪوٽ جا برج گهڻو ڪري ديوار مان اڌ گول جي شڪل ۾ ٻاهر نڪتل آهن. انهن مان تقريباً 24 برج اڃ به ظاهر بيٺا آهن. ڪوٽ جي ديوار جي ٻاهران ٺوڙي اندر، وڏي ايراضيءَ ۾ ڪيترين عمارتن جا نشان موجود آهن. جن مان اڪثر کي اتان جي ڳوٺاڻن ٽريڪٽرن ۽ هرن وسيلي ڪيڙي، اتي قبضو ڪري پوک شروع ڪئي آهي.

**پنبور جو قلعو:** پنبور جا ڪنڊر-ڪراچيءَ کان سمنڊ رستي 60 ڪلوميٽرن ۽ خشڪيءَ رستي ڪراچيءَ کان ٺٽي ويندڙ قومي شاهراهه تي 50 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهن. هي شهر تعلقي ميرپور ساڪري ۾ سنڌونديءَ جي الهندي شاخ، گهاري ڪاريءَ تي آهي. پنبور جا ڪنڊر ڌاٻيجي ريلوي اسٽيشن کان 11 ڪلوميٽر ۽ گهاري شهر کان 5 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهن. هن تاريخي شهر ۽ ڪوٽ جا آثار ڪراچيءَ ويندڙ شاهراهه جي ڪاٻي پاسي تي سڏ پنڌ تي آهن.

پنبور جي لفظي معنيٰ 'ڳاڙهو' چئي وڃي ٿي. جڏهن ته هن شهر جو اشتقاق پن + پور (سج + پر= شهر) يعني: 'سج جو شهر' ڄاڻايو ويو آهي. هنن آثارن جي آسپاس ڳاڙهيون ٺڪريون پکڙيون پيون هونديون



آهن، جنهن ڪري هي آثار ڳاڙها نظر ايندا هئا. ان ڪري ٿي شايد هن پيٽيءَ کي پنبور سڏيو ويو. سنڌ جي قديم آثارن ۾ پنبور وڏي اهميت واري ۽ تاريخي جاءِ آهي، پر هن بابت ڪو به پڪ وارو ثبوت اڃا نه مليو آهي، جنهن مان هن شهر جي اصل نالي جي خبر پئجي سگهي. آرڪيالاجي کاتي جي کوٽائيءَ جي نتيجي ۾ هتان هڪ صديءَ ق.م

ڪان ٽيرهين صدي عيسويءَ تائين جا نشان مليا آهن. جن جي آثار تي ڇنڊڇاڻ بعد اهو اعلان ڪيو ويو ته ڀنڀور جا قديم آثار سنڌ جي تاريخي شهر ديبل جا نشان آهن. پر اڃا تائين ڪيترن عالمن ۽ محققن کي ڀنڀور جي ديبل هجڻ بابت شڪ آهي. ٻهر جي پکيڙ، گهرن جي بناوت، شِوَجي مندر، قلعي جي دروازن ۽ مسجد جي عمارت بابت تحقيق ڪرڻ بعد ئي هن شهر بابت ديبل يا ٻيو شهر هجڻ جو فيصلو ڪري سگهبو.

ڀنڀور جي آبادي چڱي خاصي هئي، ان جا ٻه حصا آهن. آباديءَ جو هڪ حصو مضبوط قلعبند آهي، جيڪو اوڀر کان اولهه 200 فوٽ ۽ اتر کان ڏکڻ 1200 فوٽ آهي. ٻيو حصو ٻاهريون شهر آهي، جيڪو هڪ پراڻي ڍنڍ تي اتر اوڀر ۾ پکڙيل آهي، اُن حصي ۾ هڪ صنعتي علائقو ۽ ان کان ٻاهر هڪ قديم قبرستان آهي.

**ڀنڀور قلعي جون ديوارون:** هنن کنڊرن ۾ سڀ کان نمايان اڏاوت خود قلعي يا ان جي ديوارن جي آهي. ان جي هاڻوڪي اوچائي 19 فوٽ آهي. اها اسلامي دور جي اڏاوت آهي. ان جي ٻاهرين پاسي واري کوٽائيءَ مان پتو پوي ٿو ته اها ديوار نهڻ ڪانپوءِ تبديل جي عمل مان چار ڀيرا گذري آهي. ديوار شروع ۾ وڏن ۽ ڳرن، گهڙيل ۽ اڻ گهڙيل پٿرن سان ٺاهي وئي آهي، اهي پٿر گاري سان اوساري ڪيل هئا. مضبوطيءَ لاءِ وچ وچ ۾ وڏا برج ٺاهيا ويا هئا، جيڪي هڪ جيتري فاصلي تي هئا. ديوار کي مضبوط پشتا ڏئي پختو ڪيو ويو هو. اها ديوار سياسي، معاشي استحڪام ۽ خوشحاليءَ جي ڏينهن ۾ ٺهيل لڳي ٿي.

**ڀنڀور قلعي جي ديوار جي مرمت:** قلعي جي ديوار ۾ گهٽيون تبديليون ٿيل آهن، پر ان جي شڪل وغيره ۾ فرق نه آيو. فصيل/ ديوار جي اندروني حصي ۾ پرائيءَ لاءِ جيڪي سخت پٿر استعمال ٿيا هئا، انهن جي جاءِ تي ڪچيون سرون پريون ويون هيون. ان ڪانپوءِ ڏهين صدي عيسويءَ جي آخري زماني ۾ جيڪا ديوار ٺهي، اها جيتوڻيڪ پراڻن بنيادن تي ٺهي، پر ان جي ويڪر اندرين پاسي کان گهٽائي وئي، ان ڪري اها اڳ جيتري مضبوط ۽ جٽادار نه هئي. ان جا اندريان ۽ ٻاهريان ڪنارا ننڍي ماپ جي پٿرن ۽ گاري سان ٺاهيا ويا هئا ۽ وچون حصو مٽي، سرن يا روڙي بجريءَ سان ڀريو ويو هو. پوءِ واري زماني ۾ اها ديوار هنڌان هنڌان ڊوڙي گهٽيون ٺاهيون ويون ۽ انهن پر سان رهائشي گهر اڏجندا ويا. نتيجي طور قلعي جي فصيل جي دفاعي طاقت اڃا به گهٽجي وئي.

آخري دور جي اها فصيل فقط اوپر واري حصي جي چوڏاري هئي ۽ ان جا ٻئي پاسا جيڪي پٿر سان ٺهيل هئا، ڪمزور هئا. ان جو وچون حصو ريتيلي يا ڀوري مٽيءَ سان ڀريو ويو هو.

ممڪن آهي ته ٽيرهين صديءَ ۾ جڏهن شهر تي زوال آيو ۽ بدنظمي پکڙي، تڏهن ٽڙ تڪڙ ۾ اها تعمير ڪئي وئي هجي ته جيئن فوجي نقطِ نگاهه کان ڪم ڏيئي سگهي. درياهه شايد ان کان اڳ پنهنجو رخ مٽائي چڪو هو.

**ڀنڀور قلعي جا دروازا:** کوٽائيءَ دوران هن مهل تائين قلعي جا ٽي دروازا ظاهر ٿيا آهن. هڪ اوپر وارو دروازو جتان سڄو ٻاهريون شهر ڏسڻ ۾ اچي ٿو ٻيو اتر اوپر وارو دروازو جيڪو هڪ اڌ گولائي دار گهر کي تلاءَ سان ملائي ٿو ٽيون ڏاکڻو دروازو جتان سمنڊ نظر اچي ٿو.

سسئي پنهونءَ جو قصو به هن ڀنڀور شهر سان منسوب آهي.

**تنڊي الهيار جو قلعو:** هن قلعي جو بنياد مير الهيار خان، 1790ع ۾ وڌو هو پر بدقسمتيءَ سان موجوده وقت قلعي جو وڏو حصو مسمار ٿي چڪو آهي. ڪوٽ جي وڏي حصي تي قلعبند پنهنجو قبضو ڄمايو ويٺا آهن. البت ان تاريخي قلعي جو باقي هڪ حصو وڃي بچيو آهي. افسوس جو تاريخ ۽ تاريخ جي ورثي کان بي خبر حڪمرانن ۽ عوام ان قلعي کي ڪڏهن به بچائڻ جي ڪا ڪوشش نه ورتي آهي. اڄڪلهه هن ميراڻي دور جي يادگار جو ڪجهه حصو برج جي روپ ۾ سلامت آهي، پر ان قلعي جي اصليت، اهميت ۽ قدامت بابت روينيو جو ڪو به رڪارڊ نه ٿو ملي. روينيو رڪارڊ ۾ تنڊي الهيار جي سرسبز باغن، ٻنين ۽ ورهاڱي بعد ورهايل ڪِليمَن ۽ فوجي آمرن جي هڻ زرخيز علائقي کي ورهائڻ جا اشارا ملن ٿا. پر هن قلعي جي وارثي ۽ حدبنديءَ جو رڪارڊ ڪونهي. تنڊي الهيار شهر جي باني مير الهيار خان هي قلعو شهر جي حفاظت لاءِ، ان دور ۾ هن علائقي کي آباد ڪندڙ سانگري درياهه جي پڪ تي اڏايو هو هي قلعو درياهه جي ڪناري هئڻ ڪري سنڌ جي چند خوبصورت قلعن ۾ شمار ٿيندو هو. هن ڪوٽ جي حفاظت چار برج ڪري رهيا هئا. اهي چار برج ڪوٽ جون چار ڪنڊون سنڀاليو بيٺا هئا. ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ ۽ نڪرڻ لاءِ اولهه پاسي تي هڪ وڏو دروازو هو. ان جي بيهڪ اوڀر ۽ ڏکڻ برج پرسان هئي. مير الهيار خان هي قلعو رهائش لاءِ پڻ ڪم آڻيندو هو. پر موجوده وقت اهو اندازو نه ٿو ڪري سگهجي ته ڪوٽ جي کهڙي پاسي ۽ ڪيترن ڪمرن ۽ حويلين تي مشتمل اها رهائش هئي، جيئن ته هر قلعي ۾ قلعي واسين کي پاڻي پهچائڻ جو خاص خيال رکيو ويندو آهي. تيئن هن ڪوٽ اندر به هڪ کوهه کوٽيل هو پر موجوده وقت ان کوهه جي صحيح هنڌ جي نشاندهي ٿي نه ٿي سگهي.

1843ع ۾ سنڌ تي ميرن جي غفلت ۽ انگريزن جي غاصباڻي قبضي بعد هي ڪوٽ به برٽش سرڪار جي قبضي ۾ اچي ويو. جن ان ڪوٽ کي پنهنجي مصرف ۾ آندو. هن ڪوٽ اندر هڪ انگريز عملدار جي قبر پڻ هئي، جنهن جي ڪتبي تي سندس نالو ڊيوڊ ارونگ (David Arwing) لکيل هو ان ڪتبي تي ان جي وفات جي تاريخ 1 آگسٽ 1843ع لکيل آهي، پر زماني جي گردش سبب هاڻي ان قبر جو خاص پتو نه ٿو ملي.

انگريزن جي دور ۾ ئي جڏهن تنڊي الهيار کي 1854ع ۾ تعلقي جو درجو ڏنو ويو ته ان وقت جي حڪمرانن ان قلعي جي تاريخي حيثيت جو خيال نه ڪندي، ان ۾ مختيارڪار آفيس ۽ ٿاڻي جو لاڪپ تعمير ڪيو هو جيڪو اڄ ڏينهن تائين قلعي جون پاڙون پڪڙيو بيٺو آهي.

بهرحال ڪوٽ جو باقي بچيل حصو به لاڳاپيل ادارن جي بي حسيءَ ۽ بي توجهيءَ ڪري ڏينهون ڏينهن ختم ٿي رهيو آهي، جنهن تي ترت ڌيان جي ضرورت آهي.

مير الهيار خان بابت چيو وڃي ٿو ته سندس تصوف ڏانهن لاڙو هئڻ ڪري هت صوفي فقيرن جي وڏي ميڙا هئي ۽ راڳ رس جون محفلون قائم هونديون هيون. اوائلي دور ۾ ٽنڊو الهيار، پَٽ (ريشم) رڱڻ جي ڪاروبار ڪري ملڪان ملڪ مشهور هو. هن شهر جا پاٽولي ڏيساور تائين نالو ڪمائي چڪا هئا. ان ڪانسواءِ هتان جا ڪتري گنديون ۽ ٻانڌڻا رڱڻ جا وڏا ڪاريگر هئا. هاڻي به هتان جو ڪتري پاڙو ان پراڻي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. هت ڪاروبار ۽ واپار جي سهولت لاءِ آبي توڙي خشڪيءَ جا رستا استعمال ڪيا ويندا. پراڻي زماني ۾ هتان جا پٽڻ ڪاروبار ۽ ڏيتي ليتيءَ جا وڏا مرڪز هئا.

**پڪو قلعو حيدرآباد:** ڪلهوڙن پنهنجي دور حڪومت ۾ هوندي، سياسي سببن يا درياهه جي رخ بدلائڻ ڪري ڪيترا دفعا پنهنجي گاديءَ جا هنڌ بدلايا. هنن وقت به وقت ڳاڙهي، خداآباد اول، محمد آباد، مراد آباد، الهه آباد، نوشهروفيروز، شاهه ڳڙهه، شاهپور اول، شاهپور ثاني، خداآباد ثاني ۽ آخر ۾ حيدرآباد کي تخت گاهه بڻايو. سنڌ جي ڪلهوڙن حڪمرانن مان غلام شاهه ڪلهوڙي ڪافي عمارتون جوڙايون. هن پنهنجي حڪمراني دوران ڪيترا بندر، مسجدون، مقبرا ۽ ڪوٽ پڻ ٺهرايا. شاهه لطيف جو روضو به سندس جوڙايل چيو وڃي ٿو.



حيدرآباد جي قلعي جي بنياد پوڻ بابت تاريخن ۾ آهي ته: "ميان غلام شاهه هڪ دفعي چيو ته سنڌ جي حڪومت پيڙهين کان اسان جي خاندان ۾ آهي، پر اجا تائين ڪا به اهڙي جاءِ ڪانه ٺهرائي وئي آهي، جيڪا اسان جي خاندان لاءِ يادگار طور قائم رهي. اهڙيءَ طرح اهو هنڌ مقرر ٿيو جتي قديم زماني ۾ نيرون ڪوٽ هو نيرون ڪوٽ جا باقي ڪنڊر رهجي ويا هئا، جن جون پٽيون زبون ٿي مٽي جو ڍير ٿي پيون هيون. غلام شاهه ان جڳهه کي پٽ ڪرائي، اتي هڪ مضبوط قلعو تعمير ڪرايو جنهن جو نالو حيدرآباد رکيائين." (ياد رهي ته نيرن ڪوٽ تي تاريخدانن ڪي اختلاف رهيا آهن، 'آئينه قديم سنڌ' ۾ ٻيون تاريخون 'نيرن ڪوٽ'، 'نئين رني ڪوٽ' کي چون ٿا ۽ سنڌن چوڻ آهي ته حيدرآباد جو نالو نيرن ڪوٽ مفروضو آهي.)

**بيهڪ ۽ بناوت:** هي شاهي قلعو 22' 25° ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 41' 68° ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، حيدرآباد ريلوي اسٽيشن جي پرسان موجود آهي. هن قلعي جو قطر هڪ ميل ۽ بلندي 80 فوٽ آهي. ڪي تاريخدان هن قلعي کي 36 ايڪڙن ۾ ڄاڻائين ٿا. لطف الله مالوي لکي ٿو ته: "شاهي قلعو هڪ پنج ڪنڊي ۽ بيضوي شڪل جو آهي، جو پڪين سرن ۽ ڳچ مان ٺهيل آهي."



اشتياق انصاريءَ جي مشاهدي موجب: "قلعي جي تعمير ۾ ٻن ٽن قسمن جون سرون استعمال ٿيل آهن، انهن مان ڪي سرون ترڪيءَ جي دور جون آهن ته ڪي وري مغل دور جون لڳن ٿيون. قلعي جي اڏاوت جو ڪافي حصو مغلن جي طرز تعمير جهڙو آهي. قلعي جو ڊگهي ۾ ڊگهو حصو اوڀر کان اولهه 2430 فوٽ آهي ۽ وڌ ۾ وڌ ويڪر اتر کان ڏکڻ 900 فوٽ آهي. قلعي جي اتر واري ٻانهين (پڳل ديوار سميت) 3100 فوٽ ۽ ڏکڻ ٻانهين 3080 فوٽ آهي."

ڊلهوزئيءَ جي چوڻ مطابق: "قلعي کي چوڌاري 30 فوٽ ويڪري ۽ 20 فوٽ گهري خندق هئي. دروازي وٽ پل هئي، جنهن جي ذريعي قلعي ۾ داخل ٿبو هو."

ڪوٽ جي دروازي کي خوبصورت بنائڻ لاءِ دروازي جي ٻاهران ۽ مٿان پٽ ۾ هڪ سهڻي محراب ڏنو ويو آهي. ان محراب هيٺان وچ تي سنگ مرمر جي تختي لڳل هئي، جنهن تي لکيل هو 'رب اجهل هذا البلد آمنا' (اي مالڪ هن شهر کي امن وارو ڪر).

شاهي دروازو هڪ فوٽ ٿلهيءَ ڪاٺيءَ جو ٺهيل هو مٿس نقش نگاريءَ جو سهڻو ڪم ٿيل هو دروازي جي ٻاهرين طرف لوهه جا تمام ٿلها ۽ چهنبدار ڪِل لڳل هئا. اهڙيءَ طرح قلعي اندر داخل ٿيڻ لاءِ هڪ ٻئي پٺيان ڇئن دروازن مان لنگهڻو پوندو هو

هن وقت قلعي جي تاريخي ورثي واري اهميت کي نظر انداز ڪري اتي ماڻهن پاران قبضا ڪري جايون اڏيون ويون آهن ۽ ان جي زبون حاليءَ جو سبب اُتي موجود آبادي آهي.

سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا

**جبوڪوٽ:** ٽالپرن جو اڏايل جبو ڪوٽ، خيرپور رياست جي حدن ۾ اچڙي ٿرواري ريگستان ۾ واقع آهي. اچڙي ٿر ۾ قائم هن قديم ڪوٽ جي آسپاس وڏيون پٽيون ڪر ڪنيو بيليون آهن. جبي ڪوٽ پرسان ڊرينهن (ڊبن) جو سلسلو به گذري ٿو. موجوده وقت جبو ڪوٽ هڪ مٽيءَ جي ڍير جي صورت ۾ ۽ ڪرڙن ڪانڊيرن ۾ لڪو پيو آهي. جبي ڪوٽ جو اهو ڍير زمين کان اٽڪل 30 فوٽ بلند آهي. ان جي اتر پاسي 'ڪوٽ واري ڍنڍ' آهي.

**ڪوٽ جي بناوت:** هن وقت ڪوٽ پڄي پري هڪ مٽيءَ جي ڍير جي شڪل اختيار ڪري چڪو آهي، جنهن جو ڪو به ڪنڊ پاسو سلامت نه آهي، پر انجنيئر اشتياق انصاريءَ، ٻين قابل ماهرن سان گڏجي، مختلف اوزارن سان ماپ ڪرڻ بعد ان کي هڪ شڪل ڏني آهي. هي هڪ ننڍڙو مڪمل چوڪور ڪوٽ آهي. ان جو هر هڪ پاسو 102 فوٽ ڊگهو آهي. ڪوٽ جي چوڌير سراسري ويڪر 15 فوٽ آهي. هن وقت جيئن ته ڪوٽ ڪِرڻ بعد ملبي جي شڪل اختيار ڪري چڪو آهي، پر اندازو آهي ته ڪوٽ کي ديوار سان گڏ هڪ ويڪري غلام گردش به ڏنل هئي. غلام گردش کي ٻاهران ۽ اندران، سرن جا پشتا ڏئي ڪچي مٽيءَ سان پريو ويو هو.



**جبي ڪوٽ جا برج:** جوڌپور ۽ جيسلمير جي سرحد پرسان اڏيل هن ڪوٽ جي حفاظت لاءِ چار وڏا برج ان جي چئن ڪنڊن تي ٺهيل هئا. انهن ڀڳل ڀريل برجن جو قطر 30 فوٽ بيهي ٿو. ڪوٽ جي حفاظت لاءِ ٻاهرين ديوار ۽ برجن ۾ مارا پڻ ٺاهيا ويا هئا، پر موجوده وقت ڪوٽ جي اولهائين ديوار ۾ رڳو هڪ مارو ڪجهه قدر صحيح حالت ۾ نظر اچي ٿو. ان ماري جي سائيز 4x4.5 انچ آهي.

**جبي ڪوٽ جو دروازو:** هڪ محتاط اندازي مطابق ڪوٽ کي صرف هڪڙو ئي دروازو هو جنهن جي هاڻي پڪي نشاندهي نٿي ڪري سگهجي. پر اتي مڪاني ڏراڙن ٻڌايو ته ڪوٽ کي ڏکڻ پاسي کان هڪ لنگهه هو جتان هو پنهنجا ڍور ڍڳا ڪاهي ايندا هئا، پر برساتن ۽ مٽيءَ ڪِرڻ ڪري آهستي آهستي اهو لنگهه لٽجي ويو آهي.

**جهم ڪوٽ:** جهم ڪوٽ/ هير ڪوٽ جا آثار سنڌ جي ڏاکڻي حصي ۾ ٺٽي ضلعي جي جهمپير شهر کان هڪ ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ پکڙيل آهن. ان ڪوٽ جا ڪنڊر، ڪينجهر ڍنڍ جي اولاهين ڪنڌيءَ تي 25.30 اتر ڏکڻ ۽ 68.70 اوڀر اولهه ۾ آهن. قديم زماني ۾ هي ڪوٽ هڪ درياهي وهڪري تي آباد هو اهو وهڪرو زماني جي گردش سبب تبديل ٿي ويو



جهم ڪوٽ جا ڦنوڙا. اسان جي بي توجهي ڪري، ڪجهه ئي عرصي ۾ بلڪل ميسارجي ويندا.

آهي. هاڻي ان درياهه جي جاءِ ڪينجهر ڍنڍ والاري بيٺي آهي. ڪوٽ جا پڙپانگ ڪنڊر، آسپاس جي زمين توڙي ڪينجهر جي پاڻيءَ جي سطح کان چاليهه فوٽ ڪن اوچائيءَ تي آهن. موجوده وقت سمورو ڪوٽ تباهه حالي جو شڪار آهي، تنهن هوندي به ان جي ديوارن جا پختا بنياد، هن درياهي ڪوٽ جي عظمت جا آئينه دار آهن. ساڳئي وقت ڪجهه بچيل برج، هن هنڌ جي برجستي هئڻ جي شاهدي ڏين ٿا. البت ڪوٽ جو وڏو حصو قبرستان ۾ تبديل ٿي ويو آهي.

**جهم ڪوٽ جي اڏاوت:** هي سڄو ڪوٽ، ڳاڙهي پٿر جو ٺهيل آهي. اهو اڏاوتي پٿر لڳي ٿو ته جهمپير جي آسپاس جي ٽڪرين کي ٽُڪي ڪٽب آندو ويو آهي. سارو پٿر آبهوا جي اثر ڪري ڳري سڙي ويو آهي، جو ته ڪوٽ اٽڪل ٽيرهن سؤ سال اڳ راجا چچ دور ۾ اڏيو ويو هو ان جي باوجود اڄ به ڪوٽ ۾ استعمال ٿيل پٿر جي گهڙائي، لسائي، ڪنڊون ۽ پاسا سلامت بيٺا آهن.

هن وچولي سائيز جي ڪوٽ کي چوڌير 8 فوٽ ٿلهيون ديوارون ڏنل آهن، جيڪي زماني جي ستم ظريفيءَ ڪري هاڻي پڄي ۽ پُري رهيون آهن. تنهن هوندي به انهن ديوارن جا نشان، ڪوٽ جي سطح کان ڪجهه فوٽ بلند هئڻ ڪري ڪوٽ جي بناوت ۽ ڊزائين جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. جهم ڪوٽ پوڻن ٻن ايڪڙن يعني ساڍن ستن هزار اسڪوائر فوٽن ۾ پکڙيو پيو آهي. چوڌير ديوارن جي ڊيگهه يارهن سو فوٽ بيهي ٿي. ان بي ترتيب ڪوٽ جي اترين ديوار 245 فوٽ، ڏاکڻين ديوار 275 فوٽ، اوڀارين ديوار 275 ۽ اولاهين ديوار 310 فوٽ آهي.

**جهم ڪوٽ جا برج:** ڪوٽ کي ڪل ست برج آهن. انهن مان صرف ٽي برج اڄ به واضح نظر اچن ٿا. انهن ستن برجن مان چار برج ڪوٽ جي چئن ڪنڊن جا محافظ آهن. انهن چئن برجن مان صرف اتر اولهه ڪنڊ

وارو برج ڪجهه قدر ڀڳل ڀريل حالت ۾ بيٺو آهي، باقي ٽي ڪنڊن وارا برج زمين دوز ٿي ويا آهن. ڪوٽ جي ديوار يا برجن جو ڪو به مٿاهون حصو صحيح حالت ۾ نه ٿو ملي، ان ڪري اهو چئي نه ٿو سگهجي ته ديوار ۾ ڪيترا ۽ ڪهڙي طرز جا ڳڙڪا ۽ مارا هئا. ساڳيءَ طرح ٻاهرين ديوار يا برجن مٿان ڪنگرين وغيره هجڻ جو به پتو نه ٿو پوي.

**جهم ڪوٽ پرسان چشما:** ڪوٽ جي اترين ديوار جي ٻاهرئين طرف، بنيادن پرسان شفاف چشما ڦٽي نڪرن ٿا، جيڪي صدين ڪان وٺي مسلسل پاڻيءَ جي ڌارا وهائيندا رهن ٿا. ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته ان چشمي جي ڪري ئي، هن علائقي کي ’جهم‘ سڏيو ويو آهي. عام ماڻهن جو خيال آهي ته ان جهم چشمي جي پرسان بعد ۾ هڪ بزرگ جي دفن ٿيڻ ڪري ان جهم جو نالو ’جهمپير‘ پئجي ويو.

**شِوجو مندر:** ڪوٽ جي اندر اوڀر ڪان ڏکڻ ڪنڊ تي مکيه دروازي پرسان، شو جو مندر آهي. ان هنڌ تي شِوَ ۽ ان جي لنگم جي پوڄا جو ذڪر ’تحفتہ الڪرام‘ ۽ ٻين تاريخن ۾ ملي ٿو. اهو تاريخي مندر صدين ڪان وٺي اڄ به پوڄا پاٺ لاءِ استعمال ٿئي ٿو ۽ هن وقت ان جي نئين سر مرمت ڪرائي، ان جي خوبصورتيءَ ۾ اضافو ڪيو ويو آهي.

**چاڪر ڪوٽ/ گنيات قلعو:** مير چاڪر خان پنهنجي مرشد ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي رهائش لاءِ اندازاً 1740ع ڌاري ان وقت جي سهولتن مطابق ۽ دفاعي نقطہ نگاهه ڪان هي مضبوط ڪوٽ ٺهرايو هو. ميان غلام شاهه ڪلهوڙو جڏهن هتي پهتو ته ڪيس وڏي شان ۽ شوڪت سان ڪوٽ اندر جڙيل خاص رهائشگاهه ۾ رهايو ويو. شاهپور جو پراڻو شهر به چاڪر ڪوٽ جي ڏکڻ اوڀر پاسي تي هو. هي ٻئي جاڙيون وستيون ڪلهوڙن جي دور ۾ 18 عيسوي صديءَ ڌاري وجود ۾ آيون هيون ۽ بعد ۾ ٽالپرن جي زوال سان گڏ ئي ٻئي تاريخي وستيون تباهه ٿي ويون. هاڻي انهن ٻنهي ڦٽل ماڳن پرسان، ساڳئي نالي سان شاهپور چاڪر شهر آباد ڪيو ويو آهي.

**چاڪر ڪوٽ جي اڏاوت:** مير چاڪر جو ڪوٽ 26.11223 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68.38041 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، ديهه شاهپور ۽ تعلقي سنجهوري ضلعي سانگهڙ ۾ واقع آهي. هن ڪوٽ جي اڏاوت اوڏڪي ڪچي مٽيءَ جي آهي. ان ۾ ڪٿي پڪيون سرون ۽ ديوارن ۾ ڪاٺ يا لوهه به ڪتب آندو ويو آهي. هي مستطيل شڪل جو ڪوٽ، اندازاً ساڍن ٽن چئن ايڪڙن ۾ ڦهليل آهي. ڪوٽ جو اوڀر ۽ اولهه وارو پاسو اتر ۽ ڏکڻ پاسي ڪان ننڍو آهي. ڪوٽ جي اڏاوت؛ خاص ڪري گوني ڪنڊن جي بيهڪ ڏسي ان جي هشمت، عظمت ۽ ڪاريگرين جي مهارت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو

**چاڪر ڪوٽ جي ديوار:** ڪوٽ جي چوڦير ڪچي مٽيءَ جي هڪ وڏي ديوار ڏنل هئي، جيڪا هيٺ بنيادن وٽ 20 فوٽ ويڪري هئي. پوءِ اها آهستي آهستي مٿي هلي 10 فوٽن جي ڪشادي فصيل ٺاهي وئي. ان فصيل کي حفاظت لاءِ 2.6 فوٽ ٿلهي ۽ 5 فوٽ اوچي اوٽ يا ديوار ڏنل هئي. ڪوٽ جي اها فصيل ايتري ته موڪري هئي، جو ان تي باقاعدي گهوڙي گاڏي ۽ ڏاند گاڏي هلي سگهندي هئي. مقامي ماڻهن وٽ روايت آهي ته مير جا پهريدار باقاعدي گهوڙن تي چڙهي چوڪسي ڪندا هئا. ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار جي سراسري بلندي 16 فوٽ هئي.

چاڪر ڪوٽ جي اوڀر ۽ اولهه واري ٻانهين 370 فوٽ ڊگهي هئي.

اتر ۽ ڏکڻ واري ٻانهين 720 فوٽن جي ڊيگهه ٺاهي ٿي. ڪوٽ جي چوڦير ديوارن ۽ برجن کي خوبصورتيءَ لاءِ ڪنگريون ڏنل هيون.

**چاڪر ڪوٽ جا برج:** چاڪرڪوٽ جي چئن ڪنڊن تي حفاظت لاءِ چار برج ٺهيل هئا. ان ڪان سواءِ ڪوٽ جي اترين ۽ ڏاکڻين ٻانهين ڊگهي هئڻ ڪري انهن ٻنهي ديوارن جي وچ تي به ٻه برج هئا. ساڳيءَ طرح ڪوٽ جي اتر پاسي وچ تي هڪ برج بيٺل هو ائين چاڪر ڪوٽ جي حفاظت نون برجن تي مشتمل هئي. انهن ۾ ڪنڊن تي چوڪيدارن جا



برج ٻين برجن جي ڀيٽ ۾ ڪجهه قدر وڏا هئا. ڪوٽ جي ديوارن جي وچ واري برج جو قطر 16 فوٽ بيهي ٿو هي برج هيٺان گول هئا، جيڪي آهستي آهستي مٿي سوڙها ٿيندا پئي ويا. هي برج ايترا ته لسا هئا، جو ماڻهو ڪيتري به ڪوشش ڪري ان تي چڙهي نہ سگهندو هو البت برجن تي چڙهڻ لاءِ اندرئين پاسي ڪان ڪچين سرن جون ڏاڪڻيون ٺهيل هيون، جيڪي ڦيري تي مٿي چڙهنديون ويندڙيون هيون. چاڪر ڪوٽ جا هي مورچا ديوار ڪان ٻاهر نڪتل هئا. ٻاهران انهن جي بلندي 16 فوٽ هئي. موجوده وقت ان ڪوٽ جي ٻن برجن، هڪ اولهه - اترين ڪنڊ واري ۽ ٻئي اتر واري ديوار جي وچ واري جا آثار ظاهر بيٺا آهن.

**چاڪر ڪوٽ جا دروازا:** چاڪر ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ٻه دروازا هوندا هئا، هڪ مک ۽ وڏو دروازو ڪوٽ جي ڏکڻ پاسي ڪان وچ تي هو جنهن جي ويڪر 30 فوٽ هئي. آخري دور ۾ ان دروازي تي ڪنهن لوهي در به هٽايو هو ان ڪان سواءِ هڪ عام دروازو ڪوٽ جي اتر - اوڀر ڪنڊ وٽ قائم مورچي جي پرسان لڳل هو جنهن مان هاڻي به هڪ ڪچي سڙڪ، ڪوٽ جي حدن ۾ داخل ٿئي ٿي. ڪوٽ اندر ٽالپرن پنهنجي رهائش لاءِ ڪافي جايون ٺهرايون هيون، جيڪي گهڻو ڪري ڪچي مٽيءَ جون ٺهيل هيون.

**چنڙو ڪوٽ:** چنڙو ڪوٽ، سانگهڙ کان 110 ڪلوميٽر اتر طرف اڇڙي ٽر ۾ واقع آهي. اهو ڪوٽ سنڌ ۽ جيسلمير کي ڳنڍيندڙ رستي تي هڪ حفاظتي چوڪيءَ طور سڃاتو ويندو هو ان قديم شاهراهه تي ٻين ڪوٽن سان گڏ امام ڳڙهه، ڪارو ڪوٽ ۽ جبوڪوٽ به ملن ٿا. چنڙي ڪوٽ کان 7 ڪلوميٽر اوڀر ۾ ڀارتي سرحد آهي، جتان رات جي وقت هندستاني شهرن جون بتيون ٻرنديون نظر اچن ٿيون. اتي پاڪستان جي سرحد جي حفاظت ڪندڙ رينجرس جي هڪ چيڪ پوسٽ به آهي، جيڪا چنڙو چيڪ پوسٽ جي نالي سان مشهور آهي. چنڙو ڪوٽ موجوده وقت خيرپور ضلعي جي نارا تعلقي ۾ آهي. هن ڪوٽ جا آثار اڇڙي ٽر جي



چنڙو ڪوٽ

مشهور ديهه جبي ۾ پويان پساهه کڻي رهيا آهن. ٽرجا ماڻهو ان ديهه کي ديهه جبو ڪوٽ يا ديهه جبو ريگستان به سڏين ٿا. هن ڪوٽ جي اوڀر پاسي تي چنڙو ٽڙ ۽ ڏکڻ پاسي ڪارائو ٽڙ آهن. هن تاريخي ميراثي ڪوٽ جي الهندي پاسي مُنن وارو يا مُنيارو ٽڙ آهي ۽ اتر طرف ٻوڙائي ٽڙ ۽ سونهري ٽڙ تي ڪجهه آبادي به آهي. چنڙي ڪوٽ کي چوگرد واريءَ سين پٽن جو ڪڙو چڙهيل آهي، جَنْ کي 'ميرن جون پٽون' سڏيو وڃي ٿو هن جي ڀرسان هڪ وڏيءَ ڊِٻ (ڊرينهن) جي بلندي پنج سؤ فوٽ ٿيندي.

**ڪوٽ جي بناوت:** چنڙو ڪوٽ تقريباً چوڪور جڙيل آهي. هن جو اتر ۽ ڏکڻ پاسو 184 فوٽ ڊگهو آهي، جڏهن ته ان جي اوڀر ۽ اولهه پاسي جي ڊيگهه 180 فوٽ آهي. ڪوٽ جي چوڌير ديوار جي سراسري ويڪر/ ٿولهه 10 فوٽ آهي. ڪوٽ اندر داخل ٿيڻ لاءِ صرف ڏکڻ پاسي کان 20 فوٽ ويڪرو دروازو ڇڏيل آهي. ڪوٽ جي سنيال چئن ڪنڊن تي قائم حفاظتي مورچا ڪن ٿا. هن ڪوٽ جي دروازي وٽ عام ڪوٽن وانگر ڪو به حفاظتي اپاءُ نظر نه ٿو اچي. ڪوٽ جي ڪنڊن واري حفاظتي برجن جو سراسري قطر 26 فوٽ آهي. موجوده وقت ڪوٽ جي ٽن ڪنڊن تي حفاظتي برج نظر اچن ٿا. البت اتر- اولهه ڪنڊ واري برج جا نشان نه ٿا لڀن. چنڙو ڪوٽ هاڻي اڄاڻ مائل مٽيءَ جي ڍير جي شڪل اختيار ڪري چڪو آهي، جنهن جي زمين جي سطح کان بلندي چاليهه فوٽ آهي. وسيع واريءَ جي هنج ۾ هي ميراڻو ڪوٽ، پري کان نروار، پنهنجي عروج ۽ زوال جي داستان ٻڌائي رهيو آهي.

ڪوٽ ۾ ڪتب آندل مسالو: هي ريگستاني ڪوٽ، آسپاس ملندڙ مٽيءَ مان ٺهيل آهي. ان مسالي کي مڪاني ماڻهو 'سپ' سڏين ٿا. اها سليٽي رنگ جي سپ جڏهن سُڪي ٿي ته اڇو رنگ اختيار ڪري ٿي. ماهر اشتياق انصاريءَ ان اڄاڻ مائل مٽيءَ کي ملڪ جي مختلف ليبارٽرين مان چيڪ ڪرايو ته اها جپسم (Gypsum) جو هڪ قسم نڪتي.

**دليل/ دهليل ڪوٽ:** دليل ديرو يا دليل ڪوٽ، سڪرنڊ ڀرسان نوابشاهه ويندڙ رستي تي "17 °68 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "10 °26 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. دليل ڪوٽ ٻن گول اڏاوتن جو حامل آهي، جنهن ۾ ٿوري ٿوري فاصلي تي ٻارنهن برج تعمير ٿيل آهن. هي ڪوٽ دراصل سج جي علامت طور ٺهيل آهي. گول ان جي نشاندهي ڪري ٿو ۽ ان جا ٻارنهن برج، سج جي ٻارهن آسماني برجن (Zodiac) جي نشاندهي ڪن ٿا. قديم زماني ۾ سورج مکي، ڪنول جي گل يا ڦيٿن جون علامتون عمارتن تي چٽيون وينديون هيون، جن جي مذهبي اهميت هوندي هئي.

سنڌ جي قديم تاريخ 'چچ نامي' ۾ ٻين ڪوٽن سان گڏ هن ڪوٽ جو به 'دهليله' جي نالي سان هن ريت ذڪر آيل آهي: "پوءِ محمد بن قاسم برهمڻ آباد طرف ڪاهه ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪيو. اهو شهر آباد ۽ ملڪ ڪشادو ۽ سرسبز هو اروڙ ۽ برهمڻ آباد جي وچ ۾ به قلعا هئا، جن کي ٻهرور (ٻراڙو؟) ۽ دهليل سڏيندا هئا."



دليل ڪوٽ/ دليل ديرو

بيهڪ: دليل/ دهليل ڪوٽ جي شڪل عجب جي حد تائين گول آهي. ائين ٿو محسوس ٿئي ته ڪنهن ماهر باقاعدي پلڪار جهڙي اوزار سان ماپي هي ڪوٽ ٺاهيو آهي. گول جي ٻاهرئين گهيرُ ۽ ٻاهرئين گهيري تي مقرر هنڌن تي برجن کي بيهاريو ويو آهي. دليل ڪوٽ کي ٻارهن برجن ۽ ٻارنهن ديوارن ۾ ورهايو ويو آهي. ڪوٽ جو گهيرو 2768 فوٽ آهي ۽ ان جو قطر 640 فوٽ آهي.

هي ڪوٽ گولائيءَ تي هئڻ ڪري، ان جي ٻاهرين ديوار ڦيٿي وانگر ڦرندي نظر اچي ٿي. ديوار هيٺان کان 20 فوٽ ٿلهي آهي. فصيل جي بلنديءَ تائين ان جي ٿولهه گهٽجي 14 فوٽ رهجي وڃي ٿي. ديوار کي ٻاهران توڙي اندران پڪين سرن جا پُشتا ڏنل آهن. جيڪي ڪٿي ڪٿي ظاهر آهن. ديوارن جي تعمير لاءِ وڏي تعداد ۾ ڪاٺ جو استعمال ڪيو ويو آهي.

هن ڪوٽ ڪي اندران ديوار سان گڏ ڊگهي فصيل به ڏنل آهي. اها 10 فوٽ موڪري فصيل چوڪيدارن جي گشت ڪانسواءِ قلعي جي مضبوطيءَ جو به ڪارڻ آهي. فصيل مٿان، ٻاهرين پاسن تي، اوٽ لاءِ ڇهه فوٽ اُڀي ديوار به ڪوٽ ڪي وڌيڪ مضبوط بنائڻ جو ڪارڻ آهي. سڄي فصيل ۾ چيڪي مٽيءَ ۽ ڪاٺ استعمال ٿيل آهي. فصيل ڪوٽ جي اندرين زميني سطح کان 22 فوٽ بلند آهي.

دليل ڪوٽ جي حفاظت ٻارهن برجن تي آڌاريل آهي. سڀ برج ذري گهٽ اڌ گول شڪل جا آهن. برج هيٺان ويڪرا ۽ مٿي سوڙها ٿي وڃن ٿا، ان ڪري موجوده وقت ڪٿي به برج ڪي ڏسبو ته اهي ٺڪرجي ڪپڙي/ ڪوزي وانگر لڳن ٿا. هر برج جو قطر 36 فوٽ ٿيندو. ڪوٽ جي شاهي دروازي جي بناوت به ٻين ڪوٽن وانگر وڪڙ تي آهي، جيئن فوج تي هڪ ئي مهل وڏو حملو ٿي نه سگهي. مکيه دروازي ڪي به وڏا برج پنهنجي آغوش ۾ لڪايو بيٺا آهن. در وٽ برجنءَ ديوارن جي بلندي 30 فوٽن کان مٿي آهي. دمدمي ۾ پهچڻ بعد ڪوٽ اندر داخل ٿيڻ لاءِ ڪاٻي هٿ جي اولهه طرف هڪ ٻيو شاهي دروازو پڻ آهي.

**ڏمريو لڪ جي ديوار ۽ برج:** سنڌ جي اولهه ۾ ڪيرٿر جابلو سلسلو آهي. هي جابلو سلسلو سنڌ جي اولهائين پاسي باقاعدي هڪ حفاظتي ديوار جو ڪم ڏئي ٿو. ان قدرتي ديوار ڪي مضبوط بنائڻ لاءِ ميرن جي دور ۾ ڪيرٿر جي مختلف چوٽين، لڪن ۽ گذرگاهن تي نظرداريءَ لاءِ ڪيترائي مورچا ۽ ديوارون جوڙيون ويون هيون. ان ڪان سواءِ رهائش لاءِ ڪن ماڙين ۾ قلعا به ٺاهيا ويا آهن. جيئن ڏمريي لڪ جي حفاظت لاءِ اتي به وڏا برج ڪڙا ڪري، ان ڪي هڪ 300 فوٽ ڊگهي ديوار سان ڳنڍيو ويو آهي. برجن ۽ ديوار جي وچ تي هڪ دروازو به آهي. فوجي نقط نگاهه کان هي برج ۽ ديوار اهم هنڌ تي جوڙيا ويا آهن.

برجن جي پويان اولهه کان جبلن جي هڪ قدرتي ديوار آهي. اولهه کان ان لنگهه جي حفاظت انهن چوٽين جي اوٽ ۾ لڪي ڪري سگهجي ٿي.

**ڏمريي لڪ ڪي ڏنل دروازو:** قلعي جي دروازي جي ويڪر 12 فوٽ آهي. دروازي جي ٻاهران ڏکڻ واري ٺل ڪي گولائيءَ ۾ مضبوط پُشتو ڏنو ويو آهي. دروازي جون پٽيون 13 فوٽ ٿلهيون آهن. لڳي ٿو ته ٻنهي پٽين ۾ ڪاٺ جو ٿلهو دروازو لڳل هو ڇاڪاڻ ته پٽين ۾ دروازي ڪي ڦاسائڻ جا سوراخ مليا آهن. دروازي مٿان ٽتل ڪاٺ جي شهتير جا ڇيڙا اڄ به پٽين ۾ اٽڪيا پيا آهن.

**ديوار جي موري:** در جي پرسان ئي ڏکڻ طرف هڪ ڍوري جي گذرگاهه لاءِ موري ٺهيل آهي. ڍوري جو پيٽ 10 کان 15 فوٽ ويڪرو آهي. موري ڊيگهه ۾ 13 فوٽ ۽ ويڪر ۾ 9.3 فوٽ آهي. هي پاڻيءَ جو گذرگاهه مٿي وچي محرابي ڪنڌ ٺاهي ٿي. اتي موري جي حفاظت لاءِ، مٿان هڪ ڪوٺي جيان مورچو جڙيل آهي.

**ڏاڪڻيون برج:** ڏاڪڻيون برج/ مورچو دروازي کان 100 فوٽ بلنديءَ تي آهي، جتي پهچڻ لاءِ قلعي اندران هڪ سنهڙو پيچرو آهي. برج گولائيءَ ۾ 20.6 فوٽ قطر وارو آهي.

**اُتريون برج:** اُتر وارو برج به دروازي کان ڪافي بلنديءَ تي آهي. برج ۾ داخلا جو در پاسي کان آهي، جڏهن ته ڏکڻ ۽ اوير ۾ توپن لاءِ مارا ٺهيل آهن. هي برج ڏاڪڻي برج کان ڪجهه قدر وڏو آهي، ان جو قطر 27 فوٽ آهي.

**ڏمريي لڪ تي ديوار:** ڏکڻ ۽ اتر وارن برجن کان ڏاڪڻ وانگر ديوار آهستي آهستي هيٺ لهندي دروازي وٽ اچي پوري ٿئي ٿي. ديوار جو اُتريون پاسو 100 فوٽ ٿيندو. ساڳيءَ طرح ديوار جو ڏاڪڻيون پاسو 100 فوٽ آهي. ديوار سراسري طرح 2 فوٽ ٿلهي آهي.

**ڊگهه بالا جو ڪوٽ:** ڊگهه بالا ڳوٺ (تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ) جي اولهه پاسي، ماڻڪاڻي ميرن جو ٺهرايل ڪوٽ اڄ به زبون حالت ۾ موجود آهي. چيو وڃي ٿو ته هي ڪوٽ مير الهيار پنهنجي رهائش لاءِ ٺهرايو هو. مير الهيار جي وفات 1729ع ۾ ٿي. ڪوٽ ڪافي وقت تائين ٽالپر امير ۽ سپه سالار پنهنجي رهائش لاءِ ڪتب آڻيندا رهيا. هن چوڪور ڪوٽ جي اتر ڏکڻ ٻانهين 206 فوٽ ۽ اوير اولهه ٻانهين 245 فوٽ آهي. هيءَ



ڪوٽ اندازاً اڌائي ايڪڙن ۾ ڦهليل آهي. ڪوٽ جي اندرين سطح/ فرش، ٻاهرين زميني سطح جي برابر آهي، جنهن مان لڳي ٿو ته ڪوٽ هڪ هموار ميدان تي اڏيو ويو آهي. هي ڪوٽ، مير الهيار جي وفات ڪانپوءِ به گهڻو عرصو ٽالپرن جي هٿ هيٺ رهيو ۽ آخر ۾ مير مريد علي خان هي ڪوٽ، شادڻ وارو ڪوٽ، حجرو ۽ زمين جو ڪجهه ٽڪرو مولوي سالار ڪي وڪڻي ڏنو. تڏهن کان هي ڪوٽ ظفر الله ڏاهريءَ جي هٿ هيٺ آهي.

**ڪوٽ جون ديوارون:** ڪوٽ ڪي چوڌير ڪچي اوڏڪي ديوار جو ڪڙو چڙهيل آهي. هن وقت به ڪوٽ جي ديوار 13.3 فوٽ ڪر ڪنيو بيٺي آهي، جيڪا هيٺان بنيادن وٽان 4 فوٽ ويڪري ۽ مٿي 2 فوٽ ٿلهي ٺهيل آهي، جڏهن ته هاڻي ڪن هنڌن تي ديوار جي چوٽيءَ جي ويڪر 6 انچ وڃي بيٺي آهي. زماني جي ستم ظريفيءَ، مسلسل برساتن ۽ هوائن ڪوٽ جي ديوار ڪي وڏو نقصان ڏنو آهي. ديوارن تي هوائن ۽ برساتي پاڻيءَ جي وهڪرن گهارا وجهي ڇڏيا آهن. ديوار جي ٻاهرئين پاسي لڳي ٿو ته ڪوٽ جي وقت به وقت مرمت ڪئي وئي آهي، ان ڪري ان مٿان ڪچي پلستر جا تهه چڙهيل آهن. ڪوٽ جي سڄي ديوار ۾ ڪٿي به دشمن سان منهن مقابل ٿيڻ لاءِ سوراخ يا مارا نظر نٿا اچن. هن ڪوٽ جي ديوار ۾ ڪٿي ڪنگريون پڻ نه آهن.

**ڏکڻ بالا جي ڪوٽ جا برج:** موجوده وقت ڪوٽ جا چار برج سلامت بيٺا آهن. سڀ برج ڊيگهه، ويڪر ۽ ٿولهه ۾ هڪ جيترا آهن. هر هڪ برج جو قطر 20 فوٽ ۽ چوڌاري ٻاهران گهيرو 54 فوٽ بيهي ٿو برجن جي ٻاهرين گولائي حد درجي ڪاريگريءَ جو ڪمال آهي. برجن ۾ ڪتب آندل ڪچيون سرون ٻاهران واضح نظر اچن ٿيون. برج واضح طور ٻن حصن ۾ ورهايل نظر اچن ٿا. انهن جو هيٺيون حصو وڌيڪ ٿلهو ۽ ٻاهر نڪتل آهي. ان حصي جي زمين کان اوچائي 5 فوٽ ٿيندي. برج ڪوٽ جي ديوار جي ڪنڊن کان ٻاهر نڪري گول ٺاهين ٿا.

**ڏکڻ بالا جي ڪوٽ جو دروازو:** ڪوٽ جو مکيه داخلي دروازو اوڀر پاسي کان آهي. ڪاٺ جو هي برجستو دروازو ٻن طاقن ۾ ورهايل هو. ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ مهل ساڄي هٿ وارو طاق مير الهيار جي دور جو آهي. ڪوٽ جي مرڪز ۾ هڪ چوڪور ٿلهي تي ٺهيل عمارت ٽن ڪمرن ۽ ورانڊي تي مشتمل آهي.

**راڻو ڪوٽ:** راڻو ڪوٽ، لاڙ جي مشهور شهر ميرپور ساڪري ويجهو 24.29 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67.30 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ديهه ڏنديءَ ۾



آهي. اڳي ان علائقي کي 'ڌاراجا' سڏيو ويندو هو ڌاراجا جي حد ميرپور ساڪري ۽ ٻهارن کان اولهه تائين هئي. ڪلهوڙن جي صاحبيءَ تائين اتي نگامڙن جي حڪمراني هئي. ڪوٽ کان اولهه طرف ٻن ميلن جي مفاصلي تي سنڌ جو مشهور ڌاراجا بندر هو اڄ به ان بندر جا ڪنڊر ڪلوميٽرن ۾ پکڙيل آهن. ڌاراجا بندر جي ڪنڊرن مان وڏي تعداد ۾ ٺڪرائو چيني ۽ شيشي جا برتن ملن ٿا. ان ڪانسواءِ اتي جنڊ جا ٽڪرا به وڏي تعداد ۾ پکڙيل آهن. ڪوٽ بيهڪ جي لحاظ کان تمام اهم هنڌ تي آهي. ان جي هڪ طرف سمنڊ ۽ ٻئي طرف درياهي وهڪرو آهي. ڪوٽ جي اتر ۾ هڪ پراڻي اوائلي وهڪري جا آثار موجود آهن. موجوده وقت ان وهڪري جو ڪجهه حصو پاڻي بيهڻ ڪري ڍنڍ جي شڪل اختيار ڪري چڪو آهي. جنهن کي مڪاني ماڻهو 'لاکا ڍنڍ' سڏين ٿا. ڪوٽ جي اولهه طرف سنڌو ڊيلٽا ڪجهه ڪلوميٽرن تي آهي، جنهن تي ڌاراجا بندر هو سرزمين تي ڪوٽ جي اولهه-ڏکڻ ۾ ٿوري مفاصلي تي قبرستان آهي، جتي ڪجهه قبرن جي پٿرن تي چوڪنڊيءَ طرف جا نقش نگار آهن. آخري ڏينهن ۾ گاديءَ جو هنڌ ڌاراجا هٽڻ ڪري راڻو ارجن اُن ڪوٽ ۾ رهي رياست جو نظم و ضبط هلائيندو هو.

راڻي ڪوٽ جي ڏکڻ- اولهه پاسي ڪجهه فرلانگن جي پنڌ تي ڪجهه الڳ قبرون به ملن ٿيون، اتي هڪ چوڪور دڪي تي به چوڪنڊي طرز جون قبرون آهن، جن مان هڪ مرد ۽ ٻي عورت جي آهي. مرد واري قبر راڻي ارجن جي پٽ عليءَ جي آهي. ان قبر تي سامهون 'علي بن رانا ارجن 1253ع' لکيل آهي.

سرزمين تي مڪمل چوڪور ڪوٽ جا ڪنڊر موجود آهن. ڪوٽ جي ڪنڊرن جي اوچائي زمين جي مٿاڇري کان 10 فوٽ ٿيندي. سڄي ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار جي اڏاوت ۾ ڳاڙهو پٿر استعمال ٿيل آهي. اڏاوت ۾ ڪتب آندل پٿر سهڻي انداز ۾ بيهاريو ويو آهي. عمارت جي اوساريءَ ۾ چُن جو گچ ڪم آندو ويو آهي. ڪوٽ مان ڌاراجا مان ملندڙ ٺڪرائو ملي ٿو ڪوٽ جو اتر پاسو غائب آهي.

ڪوٽ، چوڪور شڪل ۾ هئڻ ڪري ان جو هر هڪ پاسو 325 فوٽ آهي. ڪوٽ جي ديوار جي سراسري موڪر 12 فوٽ آهي. ڪوٽ جي بنيادن ۾ استعمال ٿيل پٿر 1-1/2x1-1/2 فوٽن جو آهي.

راڻي ڪوٽ جي ڪنڊرن جي حفاظت ست برج ڪن ٿا. چار برج انهن چئن ڪنڊن جي نگهبانيءَ لاءِ بيهاريل آهن. باقي ٽي برج هر پاسي جي وچ تي آهن. ڪوٽ جا برج بيضوي نموني جا آهن. برج جي ڊيگهه ۾ قطر 24.6 فوٽ ۽ ويڪر ۾ قطر 22.6 فوٽ آهي. ڪوٽ جي اندر اوڀر پاسي واري ديوار جي وچ تي ڪجهه اڏاوتن جا آثار پڻ ملن ٿا.

**رتوڪوٽ**[1]: رتوڪوٽ، مچڻ هيٺ تي سنڌوءَ ڪناري جي اتر- اولهه طرف آهي. اهو ڪوٽ ڪراچيءَ کان اٽڪل 27 ڪلوميٽرن پنڌ تي آهي.

**ڪوٽ جي بيهڪ:** پنيور ڏي ويندڙ گهاري ڪاريءَ تي موجود هي رتوڪوٽ ڪنهن زماني ۾ پڙچ جي رياست ۾ هو چون ٿا 967هه ۾ مرزا صالح پٽ مرزا عيسىٰ خان جڏهن ٺٽي جو نواب هو ته ٻڙجن ۽ بلوچن جي وچ ۾ جهيڙو ٿيو ڪلمتي ۽ لاشاري بلوچن گڏجي رتي ڪوٽ تي حملو ڪيو روايت آهي ته ان رات ڪوٽ ۾ ڇهه ويهون (هڪ سؤ ويهه) گهوٽن جون شاديون رکيل هيون. بلوچن اوچتو حملو ڪري وڏو قتل عام ڪيو. ايتري قدر جو پينگهي ۾ ستل ٻار به ماريا ويا. سڄو ڪوٽ لٽي، خزانا ۽ مال ملڪيت پاڻ ۾ ورهائي رکيائون. اهڙي نموني رتوڪوٽ ناس ڪري هليا ويا. باقي جيڪي پڙچ بچيا هئا، سي لڏي اچي جوکين وٽ رهيا.

سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا

رتي ڪوٽ جو ذڪر ان حوالي سان بہ مشهور آهي تہ ڪوٽ ۾ جام بجار، ڏاراجا جي راڻي ارجن کي ماريو هو. مقامي ماڻهو ڪوٽ کي ’رتو ڪوٽ‘ يا ’رتائو ڪوٽ‘ سڏيندا آهن. ’رتائو‘ سنڌي لفظ ’رتو‘ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ ’رت جهڙو ڳاڙهو‘ آهي.

**ڪوٽ:** مڇڻ بيٽ تي هي ڪوٽ پراڻي دور جي وڏي ۾ وڏي علامت آهي، جيڪا 4.38 ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي. هن ڪوٽ جا اهڃاڻ بيٽاريءَ جي مٿاڇري کان ٻارهن فوٽن جي اوچائيءَ تي آهن. ڪوٽ جي شڪل چوڪور پر ڪجھ پاسيري آهي، ان جو اولهہ ۽ اوڀر پاسو اتر ۽ ڏکڻ پاسي کان وڏو آهي. ڪوٽ جي اولهہ پاسي جي ڊيگھ 352.3 فوٽ، اوڀر پاسي جي ڊيگھ 357.5 فوٽ، اتر پاسي جي ڊيگھ 319.5 فوٽ ۽ ڏکڻ پاسو 331 فوٽ ڊيگھ وارو آهي، جڏهن تہ ڪوٽ جي ديوار جي موڪر 7.5 فوٽ آهي. ديوار سلاميءَ تي هيٺ کري 10 فوٽن جي بلنديءَ تي ان جي ويڪر گهٽجي 5.6 فوٽ ٿي وڃي ٿي.

ڪوٽ جي اتر اوڀر ۽ ڏکڻ پاسي تي پنج پنج برج آهن. صرف اولهہ طرف ڇھ برج آهن. هر برج جي شڪل هڪ ٻئي کان ٿوري گهڻي بدليل آهي. ڪنڊن وارا برج بہ هڪجهڙي شڪل وارا نہ آهن. برجن جي ٿولهہ بہ ڪوٽ جي ديوار جيتري آهي.

برجن جي وچ ۾ ڊنل ديوار جي ڊيگھ بہ جدا جدا آهي. پٽين جي ڊيگھ ننڍي هيٺ کري برجن جي ويڪر وڏي رکي وئي آهي.

**لنگھ وارو برج:** ڪوٽ جي حدن کان ٻاهرين برجن جي اڳيان هڪ چوڪور برج آهي. جنهن جي شڪل مان لڳي ٿو تہ اهو برج، ڪوٽ جي اڏاوت کان بعد جو ٺهيل آهي.

ڪوٽ اندر اڏاوتن جا واضح نشان، ڪوٽ جي اندرين پٽين جي پرسان آهن. جيڪي 33 فوٽن کان وڌيڪ اندر آهن. ڪمرا ڊگهيل گئلريءَ سان آهن. گئلري، برج ۽ ديوارن جي چوٽين مٿان ٺهيل آهي. ڪوٽ جو باقي وچيون حصو بنا ڪنهن اڏاوت جي هيٺانهون آهي.

**رتو ڪوٽ** [2]: رتو ڪوٽ 69.30 اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ 25.42 اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي سانگهڙ ضلعي ۾ واقع آهي. هن ڪوٽ جا ڪنڊر سانگهڙ کان 82 ڪلو ميٽر ۽ کپري کان 22 ڪلوميٽر پنڌ تي تعلقي کپري جي ديھ ڪچڙيءَ جي سروي نمبر 135 ۾ پکڙيل آهن. هي قديم ڪوٽ، مٽيءَ ۾ دفن ٿيل دڙي جي صورت ۾ نارا ڪئنال جي ڪاٻي ڪپر تي R.D455 تي موجود آهي.

**رتي ڪوٽ جو نالو ڪيئن پيو؟:** رتي ڪوٽ تي اهو نالو پوڻ جا مڪاني ماڻهن وٽ مختلف رايا آهن. ڪن ماهرن جو چوڻ آهي تہ رتو اصل ۾ ڪنهن ماڻهوءَ جو نالو هو جنهن پويان ’رتو ڪوٽ‘ سڏيو ويو.

ڪوٽ تي رتو نالو پوڻ جو هڪ سبب اهو ڄاڻايو ويو آهي تہ رتي ڪوٽ جا رتاڻ مائل ڪنڊر، ڳاڙهسري وجود سان قائم آهن. تاريخ ريگستان ۾ سومرا دور کان وٺي، رتي ڪوٽ جي حوالي سان مختلف هنڌن تي ذڪر اچي ٿو سما ۽ ترخان دور ۾ بہ رتي ڪوٽ جو نالو ملي ٿو. رتو ڪوٽ درياهي وهڪري تي هيٺ ڪري، صدين کان وٺي اڄ تائين ’رتوڪوٽ‘ پتڻ تي ٻيڙين جي اچ وڃ جاري آهي. اوائلي زماني کان وٺي هي رستو خشڪي توڙي آبي گذرگاهہ رهيو آهي.

**رتي ڪوٽ جي بناوت:** رتي ڪوٽ جي ساخت ۽ بناوت معلوم ڪرڻ لاءِ جڏهن ڪنڊرن جي چڙهي، نظر ڦيرائجي ٿي تہ محسوس ٿئي ٿو تہ ڪوٽ کي چوڪنڊو جوڙيو ويو آهي. ٿوري کوٽائي ڪرڻ سان پٽ جون اڏاوتون چوڪنڊو ناهيندي ملن ٿيون. وقت جي وهڪري، برساتن ۽ طوفانن هن هم چورس ڪوٽ کي پيچي پوري، گولائيءَ مائل دڙي جو روپ ڏئي ڇڏيو آهي.



**رتي ڪوٽ جون ديوارون/ برج/ دروازا:** مٽيءَ ۾ ڊڪيل پر ڪن هنڌن تان ظاهر ٿيندڙ ديوارن کي ماپڻ ۾ ڪافي مشڪل پيش اچي ٿي. وڏي احتياط سان ڪوٽ جو خاڪو ۽ اڻ پورو نقشو جوڙي سگهجي ٿو هن چوڪور ڪوٽ جي هر ٻانهين اٽڪل 600 ڪن فوٽ آهي. ائين ديوارن جي وچ تي خاص ڪري، اتر اوڀر ۽ ڏکڻ وارين ديوارن مان ڪوٽ اندر اچڻ جا دروازا معلوم ٿين ٿا. ان 600 فوٽ ڊگهي ديوار جي سراسري ٿولهہ بنيادن وٽ 12 فوٽ بيهي ٿي.

ان ڪوٽ جي ديوارن جي معائني دوران ڪافي ڪوشش بعد ڪوٽ جي پنجن برجن جا اهڃاڻ ڳوليا ويا آهن. ٿي سگهي ٿو تہ انهن برجن جو انگ اڃا بہ وڌيڪ هجي. رتي ڪوٽ کي عام ڪوٽن وانگر چار برج ڪنڊن جي حفاظت ڪندي ملن ٿا، باقي هڪ وڏو برج ڪوٽ جي اتر طرف مک دروازي جي اوڀر طرف ڊنل حالت ۾ موجود آهي. اهڙيءَ طرح هن ڪوٽ جا ٻيا برج خاص ڪري مک دروازي وارا برج سرزمين تان غائب آهن.

موجوده ڪنڊرن جو معائنو ڪجي ٿو تہ برساتي وهڪرا هن ڪوٽ جي آثارن کي ڊاهيندا رهن ٿا، انهن مان هڪ وڏو وهڪرو ڪوٽ جي اتر پاسي وچ تي مک دروازي کان ٻاهر نڪري وڃي ٿو ساڳيءَ طرح ڪوٽ جي اوڀر ۽ ڏکڻ پاسي وچ تي بہ ڪوٽ ۾ اندر داخل ٿيڻ جو لنگھ نظر اچي ٿو.

رتي ڪوٽ مان ٽن قسمن ۽ ماپن جون سرون ملن ٿيون: وڏيون پڪيون سرون، ننڍيون پڪيون سرون، ۽ ڪچيون سرون.

**رني ڪوٽ:** سنڌ جو هي تاريخي ڪوٽ، "47 '53 °25 ڊگريون اُتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "9 '54 °67 ڊگريون اوڀر ڊگھائي ڦاڪ تي، ڪيرٿرجابلو سلسلي ۾ واقع آهي. هي ڪوٽ سن شهر کان 30 ڪلوميٽر ڏکڻ- اولهه طرف ڄامشوري ضلعي ۾ آهي. هن کي دنيا جو وڏي ۾ وڏو قلعو چيو وڃي ٿو. جيڪو ڪيرٿر جي جابلو چوٽين جي لاهين چاڙهين تي 32.5 ڪلوميٽرن جو گھيرو ڳاهيو بيٺو آهي. هي سڄو ڪوٽ ڳاڙهسري ڇن جي پٿرن جو جڙيل آهي.



**رني ڪوٽ تي نالو:** رني ڪوٽ جي وچ مان هڪ جابلو نئن وهي ٿي، جنهن کي 'رني' نئن چيو وڃي ٿو. رني معنيٰ پاڻيءَ جو قدرتي وهڪرو. عام طور حيدرآباد شهر جو نالو 'نيرن ڪوٽ' چيو ويندو آهي، جيڪو غلط آهي. اهو نالو 'نئين رنيڪوٽ' جي ڪري عام ٿيو. چچنامي ۾ بيان ڪيل سيوهڻ ۽ نيرن ڪوٽ جو مفاصلو ڏسڻ بعد حقيقت پڌري ٿي پوي ٿي، 'آئينہ قديم سنڌ' ڪتاب ۾ بہ اهو حوالو ملي ٿو.

**رني ڪوٽ جا دروازا:** تازي جائزي مطابق رني ڪوٽ کي 2 مک دروازا آهن. سن دروازو، جيڪو ڪوٽ جي اوڀر ۾ آهي ۽ موهن دروازو ان جي اولهه ۾ آهي. ان کانسواءِ رني ڪوٽ جي ديوار ۾ ڪيترائي برسات جي پاڻيءَ جا لنگهہ آهن، جيڪي اڪثر خشڪ هئڻ ڪري ماڻهو اچڻ وڃڻ جي ڪم آڻن ٿا: موهن در وٽ اوڀر پل، هنج چوٽيءَ پرسان لنگهہ، ڏاڪٽي پل، ان کان سواءِ شاهہ پير، ٻڌي موري، ننڍي ساوڙي، وڏي ساوڙي وغيره پاڻيءَ جا گذرگاهہ آهن، پر اڪثر خشڪ هئڻ ڪري ماڻهو ان کي دروازي طور بہ ڪم آڻن ٿا.

**رني ڪوٽ جي پکيڙ:** سروي مطابق رني ڪوٽ جو گھيرو 108174 فوٽ يعني تقريباً سوا ويهہ ميل آهي. انهن سوا ويهن ميلن جي گھيري مان اٽڪل پنج ميل هٿرادو پٿرن جي ديوار ٺهيل آهي، باقي ڪوٽ بنا ديوار جي آهي. يعني ڪوٽ جي ڪل 15 ميلن کي ڪا بہ ديوار ٺهيل نہ آهي. ان مان ائين چئي سگھجي ٿو تہ ڪوٽ جي صرف هڪ حصي کي ديوار آهي، باقي ٽي حصا قدرتي ديوار سان محفوظ آهن. قدرتي ديوارون، جبلن جي بلند چوٽين، ايڪپرين ۽ ڇنن جون آهن، جتان اورانگھڻ تمام ڏکيو آهي.

**رني ڪوٽ جا برج:** ڪوٽ کي ٻاهرين ديوار ۾ ڪل 47 برج آهن. انهن مان 7 برج مستطيل يا چوڪور آهن، باقي چاليهہ برج گول يا اڌ گول جي شڪل جا آهن. ان کانسواءِ 5 برج ميري ۽ 5 برج شيرڳڙهہ جا بہ ملائجن تہ ڪوٽ ۾ ڪل 57 برج ٿيندا. هنن سڀني برجن تي مقامي طور نالا رکيا ويا آهن. جهڙوڪ: ڪانءُ- پير وغيره. رني ڪوٽ اندر بہ ننڍڙا ڪوٽ بہ آهن. هڪ ميري ڪوٽ، ٻيو شيرڳڙهہ.

**ميري ڪوٽ:** ميري ڪوٽ، رني ڪوٽ جي مرڪز ۾ هڪ ننڍي ٽڪريءَ تي اڏيل آهي، اُن ٽڪريءَ تي ٽن طرفن کان مٿي چڙهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ميري ڪوٽ جي چوڌاري ٺهيل ديوار جي ڊيگهہ 1434 فوٽ آهي. هي ڪوٽ شيرڳڙهہ کان ڪجهہ وڏو آهي. هن ڪوٽ کي ڪل 5 برج آهن. ميري ڪوٽ بعد جي دور جو ٺهيل محسوس ٿئي ٿو يا سندس بعد ۾ مرمت ڪري تبديلي آندي وئي آهي. ميري ڪوٽ جي ديوار هيٺان 11 فوٽ ۽ مٿان 8 فوٽ ويڪري آهي، جنهن تي صرف ٻاهرئين طرف ڪنگرا آهن. ميري ڪوٽ لاءِ ٿي سگھي ٿو تہ ڪنهن اميريا سپهہ سالار جي رهڻ جو هنڌ هو. ڇو جو اُن ۾ دفاع سان گڏ رهائشي ۽ انتظامي سهولتون پڻ آهن. اُن ۾ ڪيترين لانڍيءَ وانگر ڪوٺيون ٺهيل آهن. جن جون موجوده وقت ڇتيون غائب آهن. ميري ڪوٽ ۾ اندر هڪ وڏو کوهہ بہ آهي. ممڪن آهي تہ هن ڪوٽ جي مرمت ميرن جي دور ۾ ٿي هجي ۽ ان نسبت سان اُن جو بعد ۾ نالو 'ميري' رکجي ويو هجي.

**شيرڳڙهہ:** شيرڳڙهہ رني ڪوٽ جي اتر- اولهہ واري ڊگھي جابلو قدرتي ديوار تي چوٽيءَ تي بيٺو آهي. ڪوٽ تي پهچڻ لاءِ اولهہ طرف کان مٿي چڙهڻو پوي ٿو. شيرڳڙهہ جي معنيٰ شينهن جي رهڻ جو هنڌ آهي. هي سمنڊ جي سطح کان 1480 فوٽ بلند ۽ رني ڪوٽ جي سڀ کان مٿاهين هنڌ تي آهي. قلعي جي ٽن پاسن تي ايڪپريون ٽڪريون آهن. هن ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ صرف هڪ دروازو اولهہ-ڏکڻ کان آهي. ڪوٽ ۾ ڪل 5 برج آهن. ڪوٽ اندر گھٽين جاين تي اوائلي وسندين، ڪيترن ديوارن ۽ اٽپورين اڏاوتن جا آثار ملن ٿا. ڪوٽ تي چڙهندي وقت واٽ تي پاڻيءَ جا کوهہ ٺهيل آهن. معلوم ٿئي ٿو تہ هن ڪوٽ جي تعمير وقت انهن کوهن ۾ هيٺان پاڻي گڏ ڪيو ويندو هو. جيئن ضرورت وقت اُتان پاڻي مٿي تعميرات لاءِ کڻي سگھجي.

**سرٽي ڪوٽ:** سرٽي ڪوٽ "26°.45'.56 اتر ۽ "68°.02'.11 اوڀر ضلعي نوشهروفيروز جي تعلقي موري ۾ واقع آهي. هي يونين ڪائونسل مناهيءَ جي سروي نمبر 444 ۾ زبون حالت ۾ آهي. هن ڪوٽ جا آثار سنڌوجا شهر وٽان، قومي شاهراهہ کان نوان جتوئيءَ ويندڙ روڊ تي ڇهن ڪلو ميٽرن تي ڊوڙي شاخ (نتر شاخ) جي پڪ تي واضح نظر اچن ٿا. سرٽي ڪوٽ جي لڳ اوڀر ۽ ڏکڻ اولهہ ۾ ڪيترائي ڳوٺ آباد آهن.

**سرٽي ڪوٽ جي اڏاوت:** هن مستطيل ڪوٽ جي اتر ۽ ڏکڻ ٻانهن، ڊيگهہ ۾ وڏي ۽ اوڀر ۽ اولهہ ٻانهن ننڍي آهي. هي ڪوٽ هڪ مٿانهين دڙي تي آهي. اهو پوڻو پوڪيءَ لائق زمين کان ڏاڪي بہ ڏاڪي مٿي چڙهي ٿو اُن ڪري ان پوڻي جا چار طبقا يا ڏاڪا ٺهيل آهن. هر هڪ ڏاڪو چار فوٽ بلند هئڻ ڪري، اهو تاريخي ڪوٽ، آسپاس جي زميني سطح کان پندرهن فوٽ بلنديءَ تي ستن ايڪڙن ۾ ڦهليل آهي.

**سرڻي ڪوٽ تي نالو:** اُن ڪوٽ تي سرڻي نالي پوڻ جي پويان هڪ مقامي روايت آهي تہ سرڻي هڪ سهڻي عورت هئي، جنهن جو عشق اُن وقت جي بادشاهہ سان ٿيو جيئن هي ڪوٽ مٿانهينءَ تي آهي، اُن ڪري سنڌيءَ ۾ اُن جي معنيٰ مٿانهون ۽ مڪ ٿي سگهي ٿو. سر مان سرڻي ڪوٽ، يعني مٿاهون ڪوٽ ٿيو هجي. قديم زبان سنسڪرت ۾ شرڻ لفظ جي معنيٰ 'پناهہ' بہ آهي. هڪ خيال موجب سرڻي، 'شرڻ' لفظ مان نڪتو آهي. 'ٽسرنِ يا نسَرڻ' جنهن جو مطلب ٿيو 'اوٽ'، 'حفاظت'، 'بچاءُ'،



سرڻي ڪوٽ ڪچي مٽي جو اڏوڪي انداز جو ٺهيل آهي. هن جون مضبوط ديوارون، ٽولهہ ۾ هڪٻئي جي پٺيان ٻن حصن ۾ ورهايل آهن.

اهڙيءَ طرح 'سرڻ ڪوٽ' سرڻي ڪوٽ جي معنيٰ ٿي حفاظت وارو ڪوٽ. ساڳئي وقت 'سرڻ' جي هڪ ٻي معنيٰ پناهہ جي جاءِ، دارالامان بہ آهي. عموماً اسان وٽ 'سرڻ پوت' يعني سامہ پوڻ 'سرڻ وڻڻ' پناهہ وٺڻ جا لفظ بہ مروج آهن.

**سرڻي ڪوٽ جي ديوار:** هن مستطيل ڪچي ڪوٽ جي اتر- ڏکڻ پاسي واري ديوار 390 فوٽ ڊگهي آهي. اوڀر- اولهہ طرف واري 270 فوٽ ڊگهي آهي. هن ڪوٽ جي ديوارن بيهارڻ کان پهريائين ديوارن جي بنيادن کي 24 فوٽن تائين ويڪرو ڪوٽي، ان ۾ ڪوئلو ۽ ٻيو مصالحو وجهي مضبوط بڻايو ويو آهي. جنهن جي وچ تي 10 فوٽ ويڪري ديوار جي پيڙهہ رکي وئي آهي، اها ديوار آهستي آهستي مٿي سوڙهي ٿيندي وڃي ٿي. موجوده وقت ديوار جي مجموعي طور اوچائي 15 فوٽ آهي. ڪوٽ جي ساري ديوار جي لڙهہ/ ويڪر ٻن حصن ۾ ٺهيل آهي، يعني ڪوٽ کي هڪ ٻئي پٺيان، لڳو لڳ بہ پٽيون بيهاريل آهن. ديوار جي مضبوطيءَ لاءِ ڪٿي بہ ڪچي يا پڪي سر استعمال ٿيل نہ آهي، نہ ئي ڪٿي ڪاٺ وغيره ڪتب آندو ويو آهي. ديوار جي مٿانهينءَ تي چوڪيدارن لاءِ هڪ ويڪري فصيل بہ ٺهيل آهي، جيڪا هاڻي بہ اٺ فوٽ ويڪري آهي. ڪوٽ جي فصيل مٿان ڪا بہ اوٽ يا پلوپڙو (Battlement) ڏنل نہ آهي. ظاهر آهي تہ ڪوٽ کي ابتدا ۾ اها اڏ ڏنل هوندي، پر زماني جي ستم ظريفي ۽ ڪوٽ جي پراڻي ٿي وڃڻ ڪري هاڻي ان جو وجود نہ رهيو هو.

**سرڻي ڪوٽ جا برج:** سرڻي ڪوٽ کي روايتي ڪوٽن وانگر صرف چئن ڪنڊن کان برج ڏنل آهن. برج قدبت ۾ شاهوڙ هئڻ ڪري اڃ بہ سلامت بيٺا آهن. اهي زمين تي اُٺ جي پيرجيان ٽراڪڙو ۽ ويڪرو گهيرو ناهين ٿا. بنيادن وٽ برجن جو گهيرو 70 فوٽ آهي. نقط نگاهہ کان برج ڪوٽ جي ديوارن کان ٻاهر نڪتل هئڻ ڪري ڪوٽ جي آسپاس حملي آور تي نظر رکي سگهجي ٿي.

**سرڻي ڪوٽ جو دروازو:** سرڻي ڪوٽ کي صرف هڪڙو ئي اوڀر طرف کان 12 فوٽ ويڪرو دروازو آهي. ان در جي حفاظت لاءِ باقاعده هڪ پختو دمدمو ٺهيل آهي. ڪوٽ جي اندر مڪ اڏاوت ٻڌمت جو اسٽوپا آهي. هي اسٽوپا ڪوٽ جي مرڪز کان ٿورو پاسيرو اتر اولهہ طرف آهي. ان جي پرسان ئي ٻين رهائشي جاين جا آثار ملن ٿا.

**سيوهڻ وارو قلعو/ ڪوٽ:** هي ڪوٽ بيهڪ جي لحاظ کان '26°26 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '50 °67 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، سيوهڻ شهر جي اولهہ ۾ واقع آهي. هي ڪوٽ جنگي نقط نگاهہ کان پراڻي زماني کان اهم هنڌ تي، چوڌاري اڙل واهہ سان گهيريل آهي. سنڌو درياهہ، ڪوٽ جي پرسان گذري ٿو سيوهڻ ڪوٽ هردور ۾ لکي جبلن واري لنگهہ جي نگهباني ڪندي نظر اچي ٿو ڪوٽ جي اولهہ ۾ ڪجهہ ميلن تي ايشيا جي وڏي ڍنڍ منڇر آهي.

سيوهڻ جي سرزمين تي موجوده آثارن مان قلعي جي برجن جي ساخت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. اهي ديوار جي سِڌ کان ٻاهر نڪتل هئا. برجن جي آثارن مان انهن جي گولائي مائل هئڻ ۾ ڪو بہ شڪ نہ ٿو ڪري سگهجي. برج مختلف ماپن جا آهن. خاص ڪري دروازي جي حفاظت وارا برج بلندي ۽ ٽولهہ ۾ برجستا آهن. البت سراسري طور برجن جو قطر 20 فوٽ کن ٿيندو. برج بنيادن وٽ ويڪرا مٿي سوڙها ٿيندا وڃن ٿا.



قلعي جو شاهي دروازو اتر پاسي کان آهي. دروازي تائين پهچڻ رستو وڪڙدار آهي. اُن وڪڙدار لنگهہ ۽ دروازي تي نظر رکڻ لاءِ چار برج آهن، جن مان هڪ ٻن برجن جا آثار اڃ بہ نروار آهن. قلعي جا دروازا اڄ بہ سلي حالت ۾ موجود آهن. انهن محرابن وارن دروازن جي بلندي وڏي آهي، جنهن مان هاٿيءَ تي سوار ماڻهو بہ آسانيءَ سان گذري سگهي ٿو. قلعي جي شاهي دروازي جي پويان هڪ ٻيو بہ وڏو دروازو محراب ناهيندي نظر اچي ٿو

**غلام شاهه جي مقبري وارو ڪوٽ:** هي ڪوٽ حيدرآباد سينٽرل جيل سامهون حيدرآباد ۾ موجود آهي. غلام شاهه جي مقبري وارو ڪوٽ، چوڪور شڪل جو آهي. هن جي ڊيگهه 252 فوٽ ۽ ويڪر 233 فوٽ آهي. ڪوٽ هڪ مقبري بجاءِ مڪمل چوڪي لڳي ٿو پڪين سرن جي گهٽتائيءَ ڪري، برسات ۽ هوائن هن ڪوٽ کي تباهه ڪري ڇڏيو آهي.



ڪوٽ جي پٺ لهواري ڪرڻ لاءِ وڏيڪ لهوارا برج ٺاهيا ويا آهن. هن ڪوٽ کي ڪل 11 برج آهن، جن مان چئني ڪنڊن وارن گول برجن جو گهيرو ٻاهران 100 فوٽ آهي. مکيه دروازي جي حفاظت لاءِ ان جي سامهون به هڪ برج آهي. ڪوٽ جي پٺ پڪين سرن ۽ مٽيءَ جي گاري سان ٺاهي وئي آهي. ائين ٿو لڳي ته ڪوٽ جي ٿلهي پٺ جي وچ کي مٽي ۽ سرن سان پريو ويو آهي. پٺ هيٺان بنيادن وٽ 14 فوٽ ويڪري ۽ اُن جي بلندي 25 فوٽ آهي.

ڪوٽ جي حالت بلڪل زبون ٿي وئي آهي. پڪيون سرون به ڀُري سڙي ڇِڙي پيون آهن. ڪوٽ جي ديوار مٿان ڪنگريون هونديون هيون، جن مان هاڻي ڪا به باقي نه رهي آهي.

ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ وارو شاهي دروازو اوڀر واري پٺ جي وچ ۾ آهي. دروازي کي ايتري ته حرفت ۽ ڪاريگريءَ سان ٺاهيو ويو آهي، جو در تي حملو ڪرڻ وارن لاءِ اهو جڻ هڪ ڪوڙڪ آهي ۽ ان کي وڏي کان وڏي توپ به ڪو نقصان پهچائي نٿي سگهي. شاهي دروازي جي حفاظت هڪ مضبوط دمدمو ڪري رهيو آهي. محرابي شڪل جي ٻاهرئين مک در مان لنگهڻ ڪانپوءِ به هڪ ننڍڙو دروازو رڪاوٽ بڻيل آهي. دروازي جو لنگهه سهڻي گنبذ وارو آهي، جن جي ٻنهي پاسن کان پهريدارن لاءِ جڳهون ٺهيل آهن. اندريون حصو سهڻن گلن جي ڊزائين سان سينگاريل آهي. قلعي جي بلڪل مرڪز ۾ بلنديءَ تي هڪ ٿلهو ٺهيل آهي، جنهن تي ميان غلام شاهه جو مقبرو جوڙيل آهي.

هي ڪوٽ پڪي قلعي جي بجاءِ لاءِ ان جي اتر ۾ هڪ جابلو ٽڪريءَ تي ٺهيل آهي. پڪي قلعي جي تڪميل جي چئن سالن بعد 1186هه ۾ ميان غلام شاهه وفات ڪئي. کيس هن ڪوٽ ۾ دفن ڪيو ويو سندس پٽ سرفراز ڪلهوڙي مٿس روضو ٺهرايو.

## ڪارو ڪوٽ

**(ڪاري ڪوٽ جي بيهڪ):** ڪارو ڪوٽ، ڪيرٿر جبل جي هنج ۾ وهندڙ نئين نري/ نليءَ جي ڪناري تي هڪ ننڍڙي اُڀڪري تي ٺهيل آهي. هن ٽڪري جي پير ۾ ڪو به بلند ٽڪر يا پهاڙ ناهي. ان ٽڪري جي اولهه ۾ ٽرڪ ڍورو وهي ٿو ۽ اوڀر پاسي نئين نري آهي. مطلب ته ڪير ٿر جون ٻه وڏيون ۽ مشهور نئيون، هن ڪوٽ جي بنيادن کي ڇهندي گذرن ٿيون. اها ٽڪري نئن جي 100 فوٽ بلند ۽ ساموندي سطح کان اٽڪل 1500 فوٽ مٿي آهي. ٽڪري سنئون سڌو لسو عمود ناهيو بيٺي آهي. ٽڪريءَ جو صرف اوڀر پاسو مٿي چڙهڻ جو ڏگ ڏي ٿو ان ڪري ان پاسي کان چڙهڻ لاءِ هڪ رستو ناهيو ويو آهي. جيڪو مٿي ڪوٽ اندر داخل ٿي وڃي ٿو. موجوده وقت ان لنگهه/ دروازي جي ويڪر 20 فوٽ آهي. ان ميدان کي غير محفوظ پاسن کان ديوارون ڏئي هڪ ڪوٽ جي شڪل ڏني وئي آهي.



هي ڪوٽ تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ واقع آهي. هن جي جاگرافيائي بيهڪ بيهڪ 26° 38' 82" ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67° 14' 70.2" ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ آهي. هن ڪوٽ جي بناوت، ٽڪريءَ جي مٿاڇري جي شڪل ۽ ساخت جاگرافيائي نقشي نگاريءَ (Topography) مطابق ٺهيل آهي. ان ٽڪريءَ جي شڪل مطابق، ڪوٽ جون قدرتي ۽ هٿرادو حفاظتي ديوارون بيهاريون ويون آهن. ٽڪريءَ جي شڪل ڪجهه قدر گولائيءَ مائل هئڻ ڪري، اها پير جي ٻن جهڙي شڪل ناهيو بيٺي آهي.

**ڪاري ڪوٽ جي قدامت:** ڪاري ڪوٽ مان هٿ آيل ڪجهه ٺڪرائو قبل از تاريخ جو لڳي ٿو هتان هٿ آيل ٺڪرائو موهن جي دڙي ۽ هڙپا جي ٺڪرائي سان ڪجهه قدر مشابهت به رکي ٿو اهي قديم شيون ڏسي اندازو ڪري سگهجي ٿو ته هي ٽڪري ۽ ڪوٽ، اوائلي زماني کان انسان جي استعمال هيٺ رهيو آهي. ڪوٽ جي اندر ڪجهه اڏاوتون ڏسي اهو به محسوس ڪري سگهجي ٿو ته سنڌ ۾ جڏهن ٻڌ ڌرم جو عروج هو ته هي ڪوٽ به ٻوڌين جو آستانو رهيو هوندو. اندازو آهي ته ڪوٽ جي وچ تي ڪو اسٽوپا جڙيل هجي، جنهن جي آسپاس ڀڪشوئن جي عبادت لاءِ ننڍيون ڪوٺيون پڻ هجن. هونئن به هتان کان ٿوري مفاصلي تي ٻڌن جو مقدس آستان 'پيراسو' موجود آهي.

هن ڪوٽ کي سروي آف پاڪستان جي نقشن ۾ ڪارو ڪوٽ سڏيو ويو آهي. ان ڪوٽ جي حوالي سان هن ساري وسيع علائقي جو به ڪاروڪوٽ نالو پئجي ويو آهي. ٽڪري جنهن تي ڪوٽ ٺهيل آهي، ان ڪان سواءِ آسپاس جي پٿرن جو رنگ ۽ ساخت ڪارسري هئڻ ڪري هن علائقي توڙي ڪوٽ کي رنگ جي مناسبت سان ڪارو ڪوٽ سڏجي ٿو. ڪجهه مقامي ماڻهو ڪوٽ کي 'ڏاهر جو ڪوٽ' به ڪوٺين ٿا. ڪن جابلو لوڪن واتان هن جو نالو 'ڪافر ڪوٽ' پڻ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو.

**ڪاري ڪوٽ جون ديوارون:** هن بي ترتيب ٽڪريءَ جي هر اُن هنڌ تي جتان حملي اور سولائيءَ سان مٿي چڙهي سگهبو ٿي، انهن پاسن کي ديوار سان بند ڪيو ويو آهي. ڪاري ڪوٽ کي چوڦير پنجاهه سيڪڙو (اڌ حصي) کي ديوار ڏني وئي آهي. ڪوٽ جي اوڀر ۽ ڏکڻ پاسن کان موجوده وقت ديوارن جو سهارو ڏنو ويو آهي. ڪاري ڪوٽ کي ڏنل ديوار جي موجوده وقت ٽڪريءَ جي مٿاڇري کان بلندي 4 فوٽ بيهي ٿي. ان ديوار جي سراسري ٿولهه 6 فوٽ آهي. ڪوٽ جي اتر ڏکڻ ڊيگهه 350 فوٽ ۽ اوڀر اولهه ويڪر 245 فوٽ آهي.

ڪوٽ جي اوڀر پاسي کان، مٿي ٽڪريءَ تي چڙهڻ لاءِ هڪ هٿرادو رستو آهي. اُن رستي تي وڏا وڏا پٿر رکي وڏيءَ محنت سان وروڪڙ ڏئي، مٿي چڙهڻ لائق بڻايو ويو آهي. اهو رستو مٿي ٽڪريءَ تي پهچي، ڪوٽ ۾ داخل ٿي وڃي ٿو.

**ڪراچي ڪوٽ:** ڪراچي ڪوٽ بيهڪ جي لحاظ کان '51 °24 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '4 °67 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. قديم دور ۾ هي سمورو علائقو Tethys سمنڊ هو. هماليه جي ابرڻ سان هيءَ زمين تمام گهرائيءَ مان ابري آهي. سڀ کان آخر ۾ منگهي پير جون ٽڪريون ظاهر ٿيون آهن. ڪيترو وقت اهو هنڌ ويران رهندو آيو. بعد ۾ ڪن اوائلي ماڻهن اُن هنڌ تي پنهنجون وستيون آباد ڪيون. آثار قديم جي ماهرن ڪراچيءَ پرسان ڪيترين اهڙين آبادين جا آثار لڌا آهن. ڪراچي شهر جو ڪتابن ۾ سترهين صديءَ تائين ڪو گهڻو احوال نه ٿو ملي، نه ئي ڪراچي بندر جو ذڪر آهي. البت ان دور ۾ شاهه بندر، لاهري بندر، ڪڙڪ بندر سنڌ جا مشهور بندر هئا. ڪڙڪ بندر حب نديءَ جي چوڙ وٽ هو انهيءَ دور ۾ ڪراچيءَ جي ڪاريءَ تي واريءَ جي بند جي منهن وٽ ويهه پنجويهه ميربحرن جا خاندان جهوپڙين ۾ رهندا هئا. اهو هنڌ 'ڊربو' نالي سان مشهور هو ڊربي جي دامن ۾ ئي هڪ شفاف پاڻيءَ جو چشمو وهندو رهندو هو جنهن کي 'ڪلاچيءَ جو ڪُن' ڪوٺيندا هئا. روايت آهي ته 'ڪلاچي' هڪ مهاڻيءَ جو نالو هو ڪن جو خيال آهي 'ڪولاچي نئن' جي نالي ڪري، هن شهر کي 'ڪولاچي' سڏيو ويو، جيڪو بعد ۾ ڪلاچي/ ڪراچي ٿيو.

1729ع ڌاري ڪڙڪ بندر جا ماڻهو به لڏي اچي ڪلاچيءَ جي انهيءَ ڪُن وٽ ويٺا. سيٺ نائون مل ڪراچيءَ ۾ قلعي جي بنياد پوڻ لاءِ لکي ٿو ته: "ڀوجي مل جي مشوري سان آسودي مل نالي هڪ شخص ڀيڀي مرادان سان صلاح ڪئي ته ڪراچيءَ جي حفاظت لاءِ هڪ قلعو اڏائجي. ماڻهن تمر جو جهنگ صاف ڪري، ڪاٺين ۽ مٽيءَ جو قلعو ٺاهڻ شروع ڪيو. شهر واسين جي مدد لاءِ ٻاهران مزدور به گهرايا ويا. انهن کي مزدوري ۾ ٻ ن ۽ مسقط جا سڪا ۽ تازي ڪجور ڏني ويندي هئي. ٿوري وقت ڪ چڱو خاصو قلعو ٺهي راس ٿيو. مسقط کان تويون گهرائي قلعي جي ديوارن تي رکيون ويون. قلعي جي ديوار اندر اٽڪل سٺ ستر جريبن جي ايراضي هئي. قلعي کي ٻه دروازا هئا، اولهه واري دروازي کي 'کارو دروازو' يعني کاري پاڻيءَ ڏي (ڏکڻ سمنڊ ڏانهن) ويندڙ ڪوٺيندا هئا ۽ ٻيو دروازو جيڪو اتر- اوڀر طرف ڏانهن هو تنهن کي 'مٺو دروازو' مٺي پاڻيءَ ڏانهن ويندڙ دروازو چوندا هئا. ماڻهو سڀ قلعي ۾ رهندا هئا. جنهن جي چوڌاري تمر جو جهنگ هو"

چارلس مين ڪراچي ڪوٽ جي هڪ تصوير ٺاهي آهي. تصوير ۾ ڪوٽ جو هڪ پاسو (ڏکڻ) ڏيکاريل آهي. ڪوٽ جي سڌي ديوار جي مٿين حصي ۾ ننڍڙا مستطيل بندوق جا مارا آهن. هڪ برج کان ٻي برج جي وچ ۾ نون کان تيرهن بندوقن جا مارا آهن. ديوار بنا ڪنگرين جي آهي. ڪوٽ جي ڏکڻ پاسي پنج برج ظاهر بيٺا آهن. برج ترتيب ۾ هيٺان تمام موڪرا ۽ مٿي سوڙها ٿي وڃن ٿا. برج ديوار جي سِڌ کان ٻاهر نڪتل آهن. ڪوٽ عمارتن سان ڀريل آهي، جن ۾ هڪ ماڙ کان وٺي ٽي ماڙ واريون عمارتون نظر اچن ٿيون.

**ڪلان ڪوٽ:** ڪلان ڪوٽ، مڪلي ٽڪريءَ جي هڪ ڪنڌائتي هنڌ تي آهي. سمنڊ جي مٿاڇري کان هن ڪوٽ جي بلندي 30 فوٽن کان وٺي 150 فوٽن تائين آهي. ڪلان ڪوٽ ٽڪريءَ جي شڪل مطابق بي ترتيب آهي. ڪوٽ جي ڏکڻ ۾ ٿوري فاصلي تي درياهه جي پراڻي وهڪري جا اوائلي آثار ملن ٿا. ان جي ڏکڻ ۾ بگهياڙ واهه جي وهڪري جا نشان ملن ٿا. ڪوٽ جي اوڀر- ڏکڻ ۾ سنڌو ندي موجود آهن. ڪوٽ جي اولهه ڏکڻ ۾ ڪلان ڪوٽ ڍنڍ آهي. ڪوٽ جي بناوت ٽڪريءَ جي شڪل مطابق هئڻ ڪري اُن جي ڪا به اوائلي ڊزائين ٺهيل نه آهي، اُن ڪري هي دفاعي ڪوٽ لڳي ٿو ان کان سواءِ ٻاهرين ديوار جي بناوت ۽ برجن جو تعداد به بچاءَ بنديءَ جو سٺو مثال آهن. ڪلان ڪوٽ شروعات ۾ دفاعي هو پر پوءِ ان ۾ ضرورت سمجهي رهائشي جايون جوڙيون ويون. ڪوٽ ڊيگهه ۾ وچان اتر کان ڏکڻ 2258 فوٽن تائين هليو ٿو وڃي. سنڌس ويڪر اولهه کان اوڀر ڪوٽ جي ڏکڻ واري پاسي تي وڌ ۾ وڌ 1686 فوٽ ٿيندي ۽ اتربون پاسو ويڪر ۾ گهٽ ۾ گهٽ 557 فوٽ هئڻ ڪري اتي هڪ هئي پليان ۽ دفاعي ديوارون ڏنيون ويون آهن، جن ۾ برجن جو تعداد به وڌايو ويو آهي. ڪوٽ جي ٻاهرين پاسن وارين ديوارن جي ڪل ڊيگهه 8416 فوٽ آهي. ڪوٽ جي ڏاکڻي پاسي تي اگهور ڍنڍ آهي. ڪوٽ جي چئني پاسن کان کاهي آهي. ڪوٽ جي ٽن پاسن کان قدرتي ڪڏ ۽ پاڻيءَ جي نيڪال هئڻ ڪري اتي وڌيڪ کاهي کوٽڻ جي ضرورت محسوس نه ڪئي وئي آهي.

ڪوٽ کي هڪ شاهي دروازو ڏکڻ طرف آهي، جنهن جي ٻنهي پاسن کان ٻه حفاظتي برج آهن. ٻيو دروازو اوڀر طرف ورن وراڪن واري پٽ ۾ نظر اچي ٿو.

رچرڊ برٽن هن ڪوٽ جي برجن جي باري ۾ لکي ٿو ته: "هي ڪوٽ بارود جي دور کان اڳ جو لڳي ٿو. مٽيءَ جا گول برج چوڏاري ٻنهي جي پڪين سرن سان ٺهيل آهن. برج، ڪوٽ جي ديوار کان ٻاهر نڪتل آهن ۽ برج هڪٻئي کان تير اڇلڻ جيتري پنڌ تي آهن."

ڪلان ڪوٽ کي اٽڪل 58 برج آهن. هر برج جو قطر 20 فوٽ آهي. هڪ برج کان ٻئي برج تائين گهٽ ۾ گهٽ مفاصلو 100 فوٽ آهي. ڪوٽ جي برجن ۽ ديوارن جي بنيادن ۾ پهريائين اڻ گهڙيل پٿر وڌا ويا آهن. اُن مٿان ڪجهه بار سرن جا ۽ جيڪي مٽي رکي اُن تي سرن جا پشتا هڻي ڍڪيو ويو آهي. ڪوٽ اندر ڪيترين اڏاوتن جا آثار مليا آهن، جن مان ڪيترائي طبقن وارين ماڙين جا لڳن ٿا. ڪوٽ ۾ اندر ڪيترائي تلاءَ آهن، جن مان هڪ وڏو تلاءُ مسجد پرسان آهي. ڪوٽ اندر هڪ مسجد جا آثار واضح بيٺا آهن ۽ مسجد سڀ کان وڌيڪ نمايان آهي.

**ڪوٽڏيجي قلعو:** خيرپور رياست جو ڪوٽڏيجي قلعو قديم زماني کان پراڻي تهذيب جو مرڪز رهيو آهي. قديم ڏيجيءَ جو دڙو هن وقت قومي شاهراهه تي خيرپور شهر کان 15 ميل ڏکڻ ۾ '21 °27 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '42 °68 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي، جيڪو هن جي قدامت بيان ڪري ٿو. قديم آثارن جي ماهرن موجب اُهي آثار اڳ- هڙپائي دور (Pre- Harappan) جا آهن.



**قلعو:** موجوده ڪوٽڏيجيءَ وارو قلعو ڪن تاريخن موجب تمام آڳاٽي قلعي جي بنيادن مٿان ٺهيل آهي. چيو وڃي ٿو ته ٽالپر حڪمرانن، موجوده ڪوٽڏيجيءَ وارو قلعو سن 1790ع ڌاري تعمير ڪرايو. لڳ ڀڳ 28 سال قلعي تعمير جو ڪم هليو.

**بيهڪ ۽ بناوت:** ڪوٽڏيجي قلعو خيرپورميرس کان 20 ڪلوميٽر اتر- اوڀر طرف قومي شاهراهه تي هڪ ننڍي ٽڪريءَ تي ڪوٽڏيجيءَ ۾ واقع آهي. قلعي جي رهائشي حصن تائين پهچڻ لاءِ ٽن شاهي دروازن مان لنگهڻو پوي ٿو. قلعي جو دروازو مضبوط ڪاٺ سان جوڙيل آهي، جنهن کي هاٿين جي حملي کان بچائڻ لاءِ 234 تلها نوڪدار ڪل پڻ لڳايا ويا آهن.

هن قلعي کي اٽڪل 35 ننڍا وڏا برج آهن. تن مان ڪي شاهي برج آهن، جهروڪ: فتح ٺل، صفن صفا، ملڪ ميدان برج، جليسر برج، مريم برج وغيره. ڪوٽ جي مٿئين حصي ۾ هڪ بارودخانو حرم، جيل، ٻئرڪون، تخت وغيره ٺهيل آهن. ڪافي برج رهائش لاءِ به استعمال لائق آهن. برجن جي اندرئين ڪمري جي ڇت ۾ ڪاٺ جي شهتيرن جي هيٺان ڪاٺ جا ٽنيا ڏنل آهن.

**ڪوٽ غلام شاهه:** هي ننڍڙو ڪوٽ ضلعي قنبر شهدادڪوٽ تعلقي قنبر ۾ ديهه هليلا ۽ ٽپي رانوتيءَ ۾ موجود آهي. هي ڪوٽ قنبر کان 8 ڪلوميٽرن تي ميرو خان قنبر روڊ تي آهي، اوڏڪي مٽيءَ سان جڙيل ڪوٽ جي شڪل هم چورس آهي. ان جي هر هڪ ٻانهين 188 فوٽ بيهي ٿي. ڪوٽ جي ديوار جي بنيادن وٽ ٿولهه 7 فوٽ آهي، جيڪا موجوده وقت پُرنڌي 1.3 فوٽ وڃي بچي آهي. ڪوٽ جي ديوار جي سراسري بلندي 15 فوٽ آهي. ڪوٽ جي ديوار کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ڪيس ٻاهران ٿوري ٿوري فاصلي تي پشتا پڻ ڏنا ويا آهن، جيڪي پڻ اوڏڪي انداز جا آهن. ڪوٽ کي چئن ڪنڊن تي وڏا وڏا برج ڏنل آهن، جيڪي هن وقت ڪافي زبون حالت ۾ آهن. هر برج جو قطر 20 فوٽ آهي. برج ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڪيس اندران لنگهه ڏنا ويا آهن. لڳي ٿو ته ڪوٽ جو سمورو دفاع برجن تان ٿيندو هو. چو جو اسان کي صرف برجن ۾ ئي مارا (Embraseur) ملن ٿا. اهڙا مارا ديوارن ۾ نظر نه ٿا اچن.

ڪوٽ کي صرف اوڀر پاسي کان داخلي دروازو آهي. ان دروازي جي پرسان ڪو به اضافي دفاعي برج يا رڪاوٽون نظر نٿيون اچن. موجوده وقت هن دروازي جي ويڪر 12 فوٽ آهي.

ڪوٽ اندر هن وقت قبرستان بنجي ويو آهي. پير گلاب شاهه جي مزار به ڪوٽ اندر ئي آهي، جيڪا ڪوٽ ويران ٿيڻ بعد تعمير ڪئي وئي آهي. ڪوٽ جي اتر پاسي کان هڪ لانديءَ جا اهڃاڻ آهن، جيڪا به پوءِ جي دور جي لڳي ٿي. ڪوٽ ۾ پاڻي حاصل ڪرڻ لاءِ اولهه پاسي هڪ کوهه کوٽيل هو، جيڪو هاڻي لٽجي چڪو آهي. ماڻهن کي ڪوٽ اندران ٺڪراٺو ۽ سڪا مليا آهن. هي ڪوٽ هڪ دڙي تي هئڻ ڪري اڄ به برساتن ۽ سم ڪلر کان ڪجهه قدر محفوظ آهي. هن ڪوٽ کي اڏڻ لاءِ ڪوٽ جي اتر پاسي کان هڪ کڏ مان مٽي کنئي وئي هئي. هتان جا ماڻهوان کڏ کي ’ميرن جو کٽب‘ ڪري ڪوٺين ٿا.

**ڪارو ڪوٽ:** اڇڙي ٿر ۾ ميرن جي ٺهرايل ڪوٽن جا ڦٽل آثار اڄ به نمايان بيٺا آهن. اڇڙي ٿر جا سڀ ڪوٽ گهڻو ڪري ٿوري ايراضيءَ ۾ جڙيل آهن، جن مان لڳي ٿو ته اهي جڻ حفاظتي چوڪيون هيون. ساڳئي وقت رهائش جي خيال کان اتي وڌ ۾ وڌ هڪ فوجي دستو رهي سگهيو ٿي. ان بيابان ۾ اهڙن ننڍڙن ڪوٽن ٺاهڻ جو سبب اهو آهي ته جيئن گهٽ ۾ گهٽ سپاهي ان علائقي ۾ مامور ڪري سگهجن. جيئن سندن خوراڪ ۽ پاڻي وغيره جو سولائيءَ سان بندوبست ٿي سگهي. اڇڙي ٿر ۾ عمارتي سامان جي کميءَ جي ڪري، ڪوٽن جو دفاع گهڻو ڪري

جاگرافيائي سهولتون ڏسي ڪيو ويو آهي. ڪوٽن جي حفاظت جو بندوبست هٽرادو ديوارن کان وڌيڪ قدرتي طور آسپاس ڦهليل پٿن سان ڪيو ويو آهي. ان ڪري اچڙي ٽرجا سپ ننڍڙا ڪوٽ، رهائشي هنڌ سان گڏ دفاعي چوڪيون پڻ آهن.



ڪاري ڪوٽ جي چٽن ڪنڊن تي برجن جا نشان آهن. ڪوٽ جي چوڦير ديوار ۾ ڪٿي به اضافي برج نظر نٿو اچي.

**ڪاري ڪوٽ جي بيهڪ:** هي ڪوٽ سنڌ ۽ جيسلمير کي ڳنڍيندڙ شاهراهه تي آهي. هتان کان هندستاني سرحد ويهه ڪلوميٽر ڪن ٿيندي. ڪاري ڪوٽ جي اتر ۽ اولهه ۾ بيٺل ڊپ (ڊينهن) جي قدرتي ديوار هن ڪوٽ جي حفاظت ڪري ٿي. ڪارو ڪوٽ پٽن جي پاڪر ۾ هڪ واديءَ ۾ آهي. اهي پٽون، دفاعي نقط نگاهه کان ايترپون نزديڪ آهن. جو ڪو به بندوق بردار ڪوٽ واسين جي حفاظت ڪري سگهي ٿو.

**ڪاري ڪوٽ جي بناوت:** ڪارو ڪوٽ، ڪچي مٽي جي سرن سان جڙيل آهي. ڪوٽ چوڪور شڪل ۾ بنا فصيل (Rampart) جي آهي. يعني ان جي ٻاهرين ديوار تي پهريدارن جي پهري لاءِ ڪا به جاءِ ڇڏيل نه آهي. ان چوڪور ڪوٽ جي هر پاسي جي ڊيگهه 160 فوٽ آهي. اهڙيءَ طرح ڪوٽ جو هر پاسو 160x160 فوٽ بيهي ٿو. ڪوٽ جي ديوار جي بنيادن وٽ ٿولهه 10 فوٽ آهي، جيڪا مٿي آهستي آهستي گهٽجندي 30 انچ بيهي ٿي. ديوارون وقت گذرڻ ڪري صفا ڪاجي وڃڻ باوجود ڪن هنڌن تي انهن جي اوچائي 15 فوٽ بيهي ٿي. موجوده وقت ڪوٽ جون 80 سيڪڙو ديوارون ٽوڙ ڦوڙ جو شڪار ٿي ويون آهن.

ڪوٽ جي ديوارن ۾ ڪيترن هنڌن تي ڪاٺ جو استعمال به نظر اچي ٿو جن مان ڪجهه ڪاٺيون 12 انچ قطر واريون به آهن. ڪوٽ جي دروازي جا ڪٿي به واضح آثار نٿا ملن، پر مڪاني ماڻهن جي خيال مطابق ڪوٽ کي صرف هڪڙو اوڀر پاسي دروازو هو. ڪوٽ جو ڏکڻ پاسو رهائش لاءِ مخصوص نظر اچي ٿو ان پاسي ٽن ڪمرن جا آثار ملن ٿا. سڀ ڪمرا تقريباً 40x40 فوٽن جا آهن.

**ڪوٽ جا برج:** ان هر چورس ڪوٽ جي چٽني ڪنڊن تي برجن جا آثار ظاهر بيٺا آهن. جن مان اوڀر ڏکڻ ۽ ڏکڻ اولهه برج صحيح حالت ۾ نظر اچن ٿا. پر اتر اوڀر ۽ اتر اولهه ڪنڊن وارا برج پنهنجو وجود وڃائي چڪا آهن. ڪوٽ جي چوڦير ديوار ۾ ڪٿي به ڪو اضافي برج نظر نٿو اچي.

ڪوٽ جو سارو دفاع ان چٽن ڪنڊن واران برجن مان ڪيو ويندو هوندو اج به ڏکڻ اولهه برج تي هڪ وڏو مارو واضح بيٺو آهي. اهو مارو شايد توپ لاءِ وڌيڪ ڪارگر هو.

**ڪيرٿون ڪوٽ: بيهڪ:** انڙ ڪوٽ (ڪيرٿين ڪوٽ) جي بيهڪ '26 °68 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۽ '36 °24 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ تي، ضلعي بدين جي تعلقي گولاڙچيءَ جي ديهه ڪيرٿين ۾ واقع آهي. جاتي- ڪورواهه رستي تي لغاري سم نالي سان چٽن پنجن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي هن ڪوٽ جا اهڃاڻ واضح بيٺا آهن. جيڪي ديهه ڪيرٿين جي سروي نمبر 456-449 ۾ آهن.

انڙ ڪوٽ جا ڪنڊر موجوده زمين جي سطح کان 15 فوٽ ڪن مٿي بيٺا آهن. جنهن مان لڳي ٿو ته هي ڪوٽ ڪنهن مٿاهين دڙي تي بيهاريو ويو هو. هي ڪوٽ ڏيڍ بلاڪ (ڇهن چوڪڙين) ۾ ٿيندو هن چوڪنڊي ڪوٽ جو هر پاسو 800 فوٽ ڊگهو آهي. ڪوٽ جون ديوارون جنهن هنڌ به ملن ٿيون، اتي پوري 90 درجن جي گوني ڪنڊ ٺهندي نظر اچي ٿي. ڪوٽ جون ٻانهون باقاعده قطب نما جي طرفن، اتر ڏکڻ اولهه ۽ اوڀر جي رخ ۾ آهن. برجن جي سونهن، گهيرو، هڏ ڪاٺ، ڊزائين ۽ ماپ ۾ به ساڳي ڪاريگريءَ جو عنصر غالب معلوم ٿئي ٿو. ڪنڊر مان عمارت جي خوبصورتي جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. ان مان لڳي ٿو ته ڪوٽ جي چار ديواري اندر به عمارتن ۽ جاين جي ترتيب سان گڏ ٻين سهوليتن جي رٿابندي ڪيل هئي. ڪوٽ جي حفاظت 28 برجن جي ڪلهن تي آهي. ڪوٽ جي اوڀر پاسي، ڪيرٿين ڊنڊ اڄ به پاڻيءَ سان ڀريل آهي. هي ڪوٽ رهائشيءَ کان وڌيڪ دفاعي لڳي ٿو. ڪوٽ جي ديوار ۾ اندران ٽوڙي ٻاهران سرون ڏئي ان اندر مٽيءَ جو ڀراءُ ڪيو ويو آهي.

**برج:** ڪيرٿين ڪوٽ جا برج، سنڌ جي ڪيترن ئي ڪوٽن ۽ برجن کان وڏا آهن. انهن برجن جو قطر 48 فوٽ آهي. اهي ديوار جي سِڌ کان ٻاهر نڪتل آهن، برج پورو اڌ گول ٺاهن ٿا. ڪوٽ جي برجن جو ڪل تعداد 28 آهي، هر ٻانهينءَ ۾ ڪل 6 برج آهن. هڪ برج کان ٻئي برج جي وچ ۾ 70 فوٽن جو فاصلو آهي. ڪوٽ ۾ ٻن پاسن کان دروازن جا اهڃاڻ ملن ٿا. هڪ دروازو اولهه طرف ۽ ٻيو اوڀر طرف آهي. اوڀر دروازي مان موجوده وقت به ٻه ڏاند گاڏيون سولائيءَ سان لنگهي سگهن ٿيون.

موجوده آثارن مان محسوس ٿئي ٿو ته ڪوٽ جي چو گرد هڪ کاهي کوٽيل هئي. هاڻي به ڪوٽ جي اوڀر پاسي کاهيءَ جا آثار موجود آهن.

**گلان ڪوٽ/ ڪلهوڙا ڪوٽ:** گلان ڪوٽ، حيدرآباد ضلعي جي تعلقي هالا ۾، هالا شهر کان ٽي ڪلوميٽر اتر طرف، 68.23 اوڀر ڊگهائي ڦاڪن ۽ 25.49 اتر ويڪرائي ڦاڪن تي موجود آهي. هن ڪوٽ جا آثار سنڌو درياهه جي کاٻي ڪپر تي ٻاهرين بچاءَ بند وٽ، ديهه ڪيريا ۾ ڦهليل آهن. ڪنڊر 10.88 ايڪڙن جيتري جاءِ والارن ٿا. گلان جو ڪوٽ، ڪچي مٽيءَ سان ٺهيل آهي. ان اوڏڪي چورس اڏاوت ۾ ڪٿي

سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا

ڪچيون سرون بہ لڳل آهن. ڪجهہ اهم ۽ نازڪ حصن ۾ پڪين سرن جو استعمال بہ نظر اچي ٿو. پڪيون سرون گهٽ ڪري برجن وٽ ڪتب آنديون ويون آهن. ڪوٽ اندر ڪن هنڌن تي عمارتن جا اهڃاڻ ملن ٿا.



**ڪوٽ ۾ ڪتب آندل مسالو:** ڪوٽن تي ڪم ڪندڙ محقق اشتياق انصاريءَ گلان ڪوٽ جي ديوارن ۾ استعمال ٿيل مٽي/ گاري جا نمونا ڪٽي ملڪ جي مختلف ليبارٽرين جي ماهرن جي موجودگيءَ ۾ چڪاس ڪرايا تہ ڪوٽ ۾ ڪتب آندل مٽيءَ ۾ گهٽ مقدار Lean Clay جو نڪتو. ڪوٽ جون پٽيون ڪجهہ قدر لهواريون هئڻ ڪري، صدين کان بارش جو پاڻي انهن جي مٽيءَ کي ڳاريندو، وهائيندو ۽ ڦهلائيندو رهيو آهي. اهڙيءَ طرح جنهن هنڌ تي مٽيءَ (Clay) جو عنصر گهٽ آهي، ان هنڌ کي اونهاري ۾ سج جي تپش ڏار وجهندي رهي ٿي.

**گلان ڪوٽ جون ديوارون:** ڪلهوڙا ڪوٽ جون موجوده وقت ڪجهہ نشانيون باقي بچيون آهن. جن کي ڏسي ڪوٽ جي ڊيگهہ، ويڪر، ايراضي ۽ بناوت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. ڪوٽ جي هر پاسي جي ديوار جو اڌ کان وڌيڪ حصو تباهہ ٿي چڪو آهي. ايتري قدر جو ڪجهہ ديوارن جو سر زمين تي وجود نہ هئڻ برابر آهي. ڪوٽ جي چئني ديوارن جو گهيرو 2760 فوٽ آهي، ڪوٽ جي اڏاوت ۾ 215000 ڪيوبڪ فوٽ مٽي ڪم آندي وئي هئي. ڪوٽ جي ڏکڻ ۽ اتر واري ديوار جي ڊيگهہ 735 فوٽ آهي. ڪوٽ جي اوڀر ديوار 650 فوٽ ۽ اولهہ ديوار 640 فوٽ آهي.

**گلان ڪوٽ جا برج:** گلان ڪوٽ ۾ موجوده وقت برجن جو انگ تمام گهٽ آهي. لڳي ٿو تہ مقامي لوڪن، برجن کي ڊاٺو آهي. ڪوٽ جي ديوارن مان برج ٻاهر نڪتل آهن. ڪوٽ جي ديوار جي ٻاهرين چيڙي کان برج جو قطر ماپجي ٿو تہ اهو 20 فوٽ بيهي ٿو. ڪوٽ جي ديوارون ۽ برج پاڻ ۾ Monolithic آهن، ان ڪري زمانو گذرڻ ڪري جتي بہ برج ديوار سان لڳي ٿو اهو هنڌ هڪ ٻئي کي ڇڏي بيٺو آهي.

هن وقت ڏکڻ پاسي واري ديوار ۾ چار برج سلامت آهن. ان سان ڪنڊن وارا برج ملائبا تہ هر پاسي ۾ ڇهہ برج ملندا. اهڙي طرح ڪل ڪوٽ کي ويهہ برج آهن. موجوده وقت ڪوٽ جي حفاظتي برجن جو قطر 18 فوٽ آهي. برج جي ٻاهران زمين کان بلندي 13 فوٽ ۽ اندرين پاسي کان 8 فوٽ آهي. برج کي چوڦير 56 فوٽن جي 2.6 فوٽ ٿلهي ديوار جو گهيرو آهي.

**گلان ڪوٽ جا دروازا:** ڪوٽن جا دروازا وڏي اهميت وارا هوندا آهن. عام طرح ان جي حفاظت لاءِ الڳ وڏا برج جوڙيا ويندا آهن. گلان ڪوٽ اندر ڪا بہ اهڙي چٽي شاهدي نہ ٿي ملي، جنهن سان دروازي جي نشاندهي ڪري سگهجي. البت اتان جا ڳوٺاڻا ڪوٽ جي اوڀر ديوار ۾ اهڙي دروازي جي نشاندهي ڪن ٿا.

**لاهري بندر/ جاڪي بندر وارو ڪوٽ:** لاهري بندر لاءِ تاريخدانن ۾ البيروني پهريون مورخ آهي، جنهن ڏهين صدي عيسويءَ ڌاري ديبل سان گڏ هڪ نئين بندر جو احوال ڪندي اُن کي 'لوهاراني' سڏيو آهي. لاهري بندر لاءِ ٻيو احوال ابن بطوطہ جي سفرنامي ۾ آهي، جيڪو 1334ع ۾ سنڌ آيو. لاهري بندر کي ڪن تاريخدانن سنڌي بندر، سنڌو يا ديول سنڌ بہ سڏيو آهي.



Fig. 13. Plan of the site of Jaki Bandar/Juna Shah Bandar/Lahori Bandar.

**ٻيهڪ/ موجوده ڪنڊر:** لاهري/ جاڪي بندر جي ڏکڻ ۾ پيٽياڻي ڪريڪ ۽ اتر ۾ ڪڏي ڪريڪ آهي. اڳتي هلي ٻئي ڪريڪ اوڀر ۾ وڃي مڪاميل ٿين ٿيون. جاڪي بندر جا ڦٽل آثار موجوده وقت جنهن ٻيٽ تي آهن، اهو هلال جي شڪل جهڙا آهن. ڊيلٽائي ٻيٽ اوڀر- اولهہ ۾ چار ڪلوميٽر ڪن ڊگهو ۽ اتر- ڏکڻ ۾ ٻہ ڪلوميٽر ڪن ويڪرو آهي. ان ٻيٽ جي اوڀر واري ٻيٽ تي شهر جا ڪنڊر موجود آهن. البتہ ان جو اولهائون پاسو ويران آهي، جنهن ۾ تمر جا وڻ جام بيٺا آهن. ٻيٽاريءَ جي هڪ ڪلوميٽر ڏکڻ- اولهہ ۾ بہ ڪجهہ آثار مليا آهن.

جاڪي بندر ڪراچيءَ کان ڏکڻ- اوڀر ۾ 60 ڪلوميٽرن پنڌ تي ميرپور ساڪري تعلقي ۾ آهي. جاڪي بندر جي اتر ۾ کڏي ڪاري، اوڀر- اوڀر ۾ گهارو، پنيور آهن، ڏکڻ ۾ پيٽياڻي ڪريڪ آهي.

**ڪوٽ:** هي چوڪور ڪوٽ هيٺ جي اوپر پاسي جڙيل آهي. اڄ به ان ڪوٽ جي نفيس ۽ سهڻي بناوت ڪي سمنڊ جون لهرون باوجود ڪوشش جي ختم ڪري نه سگهيون آهن. ڪوٽ جي ڊيگهه ۽ ويڪر 320 فوٽ آهي. هي ڪوٽ ڳاڙهين پڪين سرن سان ٺاهيو ويو آهي. موجوده ڪندرن جي اوچائي هيٺ کان 10 فوٽن تي آهي. البت ڪوٽ جا برج اڄ به ديوار کان چار فوٽ مٿي بيٺا آهن. ان ڪري برجن جي موجود بلندي 19 فوٽ آهي. ڪوٽ کي ڏنل ديوار غلام گردش سميت 9 فوٽ ويڪري آهي. ڪوٽ جي ديوار جي پاڙن ۾ پٿر استعمال ڪيو ويو آهي.

ڪوٽ جي دروازي جو منهن اوڀر طرف کليل ٿو. دروازي جي سنڀال به برج ڪن ٿا. دروازي ۾ ڪنهن زماني ۾ ڪاٺ جو در لڳل هو. لنگهه وٽ ڪنهن به قسم جي اوٽ يا وڪڙ نه آهي. هن ڪوٽ کي ڪل 12 برج آهن، جن مان چار برج ڪُنڊن تي حفاظت لاءِ ۽ باقي هر هڪ پاسي جي وچ تي ٿوري ٿوري فاصلي تي ٻه برج آهن. برجن جي شڪل ڪجهه قدر بيضوي آهي.

**لوٽي ڪوٽ** (بيهڪ): حيدرآباد کان ڪراچي ويندڙ سپر هاءِ وي تي، حيدرآباد کان 27 ڪلوميٽرن پنڌ تي نئين بارڻ گذري ٿي. نئين بارڻ جي پل پار ڪرڻ سان کبي هٿ تي هڪ ڪچو رستو ڏکڻ اوڀر طرف نڪري



ٿو ان رستي کان 5 ڪلوميٽرن جي فاصلي تي، نئين بارڻ جي ساڄي ڪنڌيءَ تي، هڪ پراڻي لوٽي ڪوٽ جا آثار آهن. ڪوٽ کان ڪجهه فاصلي تي ڏکڻ اوڀر ۾ ٻولهاڙي آهي، جنهن پرسان ئي نئين بارڻ وڃي سنڌوءَ ۾ چوڙ ڪري ٿي.

**نالو:** لوٽي ڪوٽ نالي لاءِ ڪجهه مقامي ماڻهو ٻڌائن ٿا ته جيئن ته هن علائقي جو زيرِ زمين پاڻي لوٽيائل آهي، اُن ڪري شايد هن نسبت سان ڪوٽ جو نالو لوٽي ڪوٽ پئجي ويو. البته لفظ روڻ، يا روٽي ٿي سگهي ٿو بدلجي 'لوٽي' ٿيو هجي، جنهن جي معنيٰ گهارو يا پاڻيءَ جي وهڪري سبب زمين جي ڪاٽ آهي.

ٽالپر جڏهن سنڌ جا حڪمران ٿيا، تڏهن هنن پنهنجي سير شڪار ۽ رهائش لاءِ سنڌ جي جدا جدا هنڌن تي ڪوٽ ٺهرايا هئا. لوٽي ڪوٽ جي اڏاوت به ميرن جي دَور جي ٻڌائي وڃي ٿي.

**لوٽي ڪوٽ جي اڏاوت/ ديوار:** لوٽي ڪوٽ جا بنياد، اڄ به سرزمين تي، هڪ چوڪور نقشو ٺاهيو بيٺا آهن. لوٽي ڪوٽ جي ديوارن جا چٽا پٽا نشان ڏسي اندازو ڪري سگهجي ٿو ته ڪوٽ جي ديوار ڪي هيٺ ڪوٽي، ڪافي مضبوط بنياد وڌا ويا آهن. اهي زمين اندر پوريل بنياد هاڻي به زمين تي هڪ جدا رنگ جي واضح چوڪور صورت ٺاهيو بيٺا آهن. ڪوٽ جي بنيادن ۾ پٿر به استعمال ڪيو ويو آهي. ڪٿي ڪٿي ڪوٽ جي بنيادن وٽ، پٿرن جي موجودگي سولائيءَ سان محسوس ڪري سگهجي ٿي، ڪوٽ جي اڏاوت ۾ ڪن هنڌن تي اڇو ته ڪن هنڌن تي ڪارو پٿر ڪتب آندل آهي. ڪوٽ جي ديوار توڙي برجن ۾ پختگيءَ جي خيال کان ڪاٺ جا چار وچايل آهن. ڪاٺ جو چار وچائي ان مٿان ڪجهه فوٽن تائين مٽي مٽيءَ جو پراءُ ڪري وري مٿان ٻيو چار رکيو ويو آهي. ڪاٺ جي ان چار کي ڪوڪن سان ڳنڍيو ويو آهي. لوٽي ڪوٽ جي ديوار جي جيڪڏهن ٻاهران ماپ ڪجي ٿي ته اهو پورو چوڪور ٺاهي ٿو يعني ڪوٽ جي ڊيگهه 156 فوٽ آهي ته ڪوٽ جي ويڪر به 150 فوٽ بيهي ٿي. لوٽي ڪوٽ کي چوڦير 8 فوٽ ويڪري ديوار جو ڪڙو چڙهيل هو.

**برج:** لوٽي ڪوٽ کي ڪل 5 برج آهن، چار برج معمول مطابق، چئن ڪنڊن ۽ پاسن جي نگهبانيءَ لاءِ مقرر هئا. باقي پنجون اضافي برج، ڪوٽ جي دروازي جي حفاظت ڪندي نظر اچي ٿو موجوده وقت به برج



ڪوٽ جي ديوارن کان ٻاهر نڪري، سهڻي گولائي ٺاهيو بيٺا آهن. برج جو قطر 15 فوٽ آهي، جڏهن ته ان جو گهيرو 56 فوٽ بيهي ٿو هن وقت برجن جي اوچائي صرف 3 فوٽ باقي وڃي بچي آهي.

**دروازو:** لوٽي ڪوٽ کي صرف هڪ ئي دروازو آهي، جنهن جو منهن اوڀر طرف نئين بارڻ جي وهڪري واري پاسي کليل ٿو. ان دروازي کي ٻه برج

ڀاڪر ۾ پري بيٺا آهن. ڏکڻ اوڀر برج، جتي ديوار ملي ٿي، ان کان اتر پاسي ڏي هلندڙ ديوار ۾ 70 فوٽن جي فاصلي تي هڪ وڏو برج ڏنو ويو آهي، جيڪو ديوار جي ٻاهران نئين جي پاسي تي هڪ 56 فوٽ جو اڌ گول ناهي ٿو. ان اوڀر برج ۾ اڌ گول نما برج جي وچ ۾ هڪ سوڙهو لنگهه ڏنو ويو آهي.

**ملاڪي ڪوٽ/ ملاٽي ڪوٽ:** مقامي روايتون ٻڌائين ٿيون ته هي ڪوٽ پير محمودائٽيءَ جا خليفا جيڪي ملين/ ميئن پوٽا سڏائيندا هئا، تن ڏانهن منسوب آهي. ڏاراجا جي حاڪم راڻي ارجن جي خلاف جڏهن ڪلهوڙن ٻاهر ٻاري ڏني ته ان وقت ڪجهه ماڻهو آخر تائين راڻي ارجن سان ٻانهن ٻيلي رهيا. انهن ۾ ارجن جو پنهنجو ماسات رحمت الله ملين پوٽو به ڪيترن ملين/ ميئن پوٽن سان گڏ هن سان سدائين موجود رهيو.

**بيهڪ:** ملاٽي ڪوٽ 24.30 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67.26 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي آهي. ان کان ڇٽن ڪلوميٽرن پنڌ تي اتر اولهه ۾ مشهور لاهري بندر/جاڪي بندر جا ڪنڊر آهن. ملاٽي ڪوٽ تي خشڪي رستي به پهچي سگهجي ٿو. ڪوٽ کان اوڀر طرف ڪجهه ڪلوميٽرن تي گهارو شهر آهي، جتان هن ڪوٽ تي پهچڻ آسان آهي. رستي ۾ ڪجهه نديون پاڻيءَ جون ڪاريون پار ڪرڻيون پون ٿيون. جاگرافيائي بيهڪ ٻڌائي ٿي ته ٻيڙين ۽ جهازن جي لنگر هڻڻ جي جاءِ ڪوٽ جي اولهه طرف لڳي ٿي.

ڪوٽ اندر به پاڻيءَ جي ڇيڙڇاڙ رهي آهي. ان ڪوٽ جي اتر- اوڀر ۾ ٽن ڪلوميٽرن تي 'ڪٽي ڪُن' جا اهڃاڻ آهن. ان کان اتر اوڀر ۾ 'هنگورن' ۽ 'ٿمن' جا آثار ملن ٿا.

**بناوت:** هي هڪ بي ترتيب گهڻ ڪنڊي عمارت آهي. ڪوٽ ڪي بناوت جي لحاظ کان ڇٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. ان مان ٽي حصا رهائش يا گودام لاءِ آهن ۽ هڪ اُن سيني حصن کي ڳنڍيندڙ ميداني حصو آهي، جنهن کي ڪوٽ جو وچ يا پڌر چئي سگهجي ٿو.

ڪوٽ کي اوڀر ڏکڻ پاسي تي مک دروازو آهي. ان شاهي دروازي پرسان ٿي اوڀر حصي ۾ ٿهيل کوٺين جو سلسلو آهي. ان ڪانسواءِ اولهائين پاسي کوٺين وٽ به ٻيا ننڍڙا دروازا به ٻاهر تي ڪلندي نظر اچن ٿا. هن ڪوٽ کي صرف به برج آهن. هڪ ڏکڻ ۽ ٻيو اتر طرف. برج جو قطر 28 فوٽ آهي. اهي برج چوڪيءَ لاءِ بلند منارن جو به ڪم ڏيندا هوندا. محسوس ٿئي ٿو ته هي ڪوٽ ڪو جنگ وغيره لاءِ نه جوڙيو ويو هو. پر اها ڪا ننڍي چوڪي يا گودام هو. جتي چوڪيدارن جي نگهبانيءَ ۾ درياهه ۽ سمنڊ ۾ ٻيڙين ۾ لهندڙ چڙهندڙ واپاري مال رکيو ويندو هوندو.

**منهوڙو ڪوٽ:** ڪراچي بندر جي منهن وٽ، اوڀر کان منهوڙو هڪ راس جي صورت ناهي ٿو جيڪو قدرتي طرح سمنڊ مان ابري آيو آهي. مير ڪرم عليءَ 1797ع ۾ منهوڙي جو قلعو ڪراچي شهر ۽ بندر جي حفاظت لاءِ ناڪو راس جي ڏکڻ تي ٺهرايو. قلعو جنگي حڪمت عملي ۽ دفاعي خيال کان تمام سٺي هنڌ تي هو. اُن جي حفاظت قدرتي طرح ڏکڻ اوڀر، ڏکڻ اولهه ۽ اولهه اتر پاسي کان سمنڊ ڪري پيو ڪاريس، منهوڙي قلعي جي بيهڪ جي باري ۾ لکي ٿو ته: "ڪراچي بندر، اپسمنڊ جي منهن تي آهي، جيڪو راس ماڙي ۽ ٻيٽ جي منهن جي وچ تي آهي. ان جي اولهه پاسي هڪ ٽڪريءَ تي ننڍو قلعو آهي، جيڪو لنگهه جي نگهبانيءَ لاءِ جوڙيو ويو آهي. قلعو '47 °24 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '00 °67 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. اُن قلعي پرسان هڪ گول منارو آهي. اُهي ٻئي پٽرن جا ٺهيل آهن. جيڪي بندر جي حفاظت ڪن ٿا. قلعو چوڪنڊو آهي، اُن جي ڪنڊن تي برج آهن. خشڪيءَ طرف جيڪو پاسو آهي، ان کي مضبوط ڪرڻ لاءِ اڌ گول شڪل جا مورچا ناهيا ويا آهن. ڪوٽ جي چوڦير ديوار ڏنل آهي، جنهن ۾ ڪيترائي بندوق بازي لاءِ مارا آهن. ديوار تي اٺ يا ڏهه تويون (ڇهن يا نون پائونڊن واريون) رکيل آهن. قلعو ٽڪريءَ جي چيڙي کان پري ناهيو ويو آهي. ان ڪري ايترو ڪارگر نه آهي. گول منارن تي به ٽي کان چار تويون رکيل آهن."

عظيم شان حيدر ان قلعي جي تصوير ڏني آهي، جنهن ۾ چوڌاري ديوار ڏنل آهي. ديوار ۾ ڪيترائي بندوق بازيءَ لاءِ مارا آهن. قلعي جي شڪل اڌ قمري آهي. ان جي گول جي حفاظت ڏکڻ اوڀر، ڏکڻ اولهه ۽ اولهه اتر سمنڊ ڪري ٿو اترين قطر جي حفاظت اونهي کاهي ڪري ٿي. کاهي ڊيگهه ۾ 600 فوٽ اوڀر کان اولهه طرف هلي ٿي وڃي.



کاهي 20 کان 25 فوٽ ويڪري ۽ 30 فوٽ گهري آهي. اندازو آهي ته اتي ڪلدار پل هوندي، جيڪا ٻيٽ جي اتر حصي کي ملائيندي هوندي. قلعي جون ٻاهريون ديوارون بنيادن کان وٺي چوٽيءَ تائين ٽلهيون آهن. ڪٽي قدرتي جبل جو حصو پڻ ڪتب آندو ويو آهي، جيڪو حفاظتي ديوار کي پڻ مضبوط ڪري ٿو.

ميرن جي دور ۾ منهوڙا قلعي جو دفاع گهڻو ڪري حفاظتي اوٽ ۽ ديوارن جي مارن/ ڳڙکن مان ڪيو ويندو هو. قلعي اندر وڏيون تويون سمنڊ طرف رکيل هونديون هيون. ٻيلي جي لکت موجب منهوڙي جو قلعو ويلسلي جهاز جي بمباريءَ جي ڪري 1839ع ۾ تباهه ٿي ويو. ان کي 1890ع ۾ مڪمل طرح ڊاهيو ويو ۽ ان جي جاءِ تي نئون قلعو ناهيو ويو.

شبير احمد لکي ٿو ته: "قلعي جو سڌارو ۽ واڌارو انگريزن جي فتح بعد ڪيو ويو آهي. ميرن جون ٺهرايل سنهيون سڌيون ديوارون جيڪي انگريزن جي بمباريءَ جو ذڪ جهلڻ ۾ بلڪل ناڪام ويون. انگريزن پٽ جي اُيين چاڙهين کي پٽرن جي مستطيل بلاڪن سان پڪو ڪيو. جنهنڪري پٽ لهواري ناهي وئي. اُن کي اندروني پاسي مٽيءَ ۽ پٽرن سان مضبوط ڪيو ويو. قلعي ۾ سرنگون ۽ ڏاڪڻيون تعمير ڪيون ويون. منارا ۽ نشاني بازيءَ لاءِ مارا ناهيا ويا."

سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا

**ننڊڪوٽ:** هي ڪوٽ راجا نند جي نالي سان منسوب آهي. لوڪ داستان مومل راڻي ۾ مومل جي پيءُ جو نالو راجا نند هو. جيڪو ذات جو گُجر هو ۽ پندرهين صديءَ عيسويءَ ڌاري ميرپور ماٿيلي تي راڄ ڪندو هو. ننڊڪوٽ 24° 22" اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 86° 16" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي ضلعي سجاول جي تعلقي جاتيءَ ۾ واقع آهي. پراڻن نقشن ۾ هي علائقو بزرگ مغليين جي مزار ويجهو ڏيکاريل آهي. جاتيءَ جي ديهه ڪاڙڪ ۾ اڄ به ننڊڪوٽ جا قديم آثار موجود آهن.

ننڊڪوٽ جا آثار هڪ ڪنڊر جي صورت ۾ جاتي شهر کان اتر اوڀر طرف 9 ڪلوميٽرن تي جاتي- ڪورواهه رستي جي ڏکڻ ۾ بيگنا واهه جي ساڄي ڪپ تي آهن. هي ڪوٽ مستطيل شڪل جو آهي، جنهن جا اتريان ۽ ڏاکڻان پاسا وڌيڪ ڊگها آهن. هن ڪوٽ جا سيئي برج بيضوي شڪل جا ڏسجن ٿا، جيڪي ديوار جي سِڌ کان ٻاهر نڪتل آهن. ننڊڪوٽ ٽوڙ ڦوڙ بعد زمين دوز ٿيندو موجوده زميني سطح کان هڪ فوٽ، مٽي ڪنڊر جي صورت ۾ ملي ٿو. ان جا ٽي برج ظاهر بيٺا آهن.



هن ڪوٽ کي مقامي روايتن موجب 4 دروازا هئا. هن وقت ٻن دروازن جا آثار موجود آهن. هڪ دروازو لاهين پاسي درياهي وهڪري طرف ۽ ٻيو اترئين ديوار جي وچ تي نظر اچي ٿو. ڪوٽ اندر هڪ مسجد جا آثار به مليا آهن. جيڪا 34 فوٽ ڊگهي ۽ 24 فوٽ ويڪري هئي. ننڊڪوٽ ۾ دفاعي بندوبست سان گڏ رهائشي انتظام به ٿيل هو. اندر ڪمرن ۽ عاليشان ماڙين جو ڏس ملي ٿو.

**نئون ڪوٽ قلعو:** هي ڪوٽ ميرپورخاص کان 63 ڪلوميٽر ڏکڻ اوڀر طرف واقع آهي. بناوٽ جي لحاظ کان هي ڪوٽ چوڪور شڪل جو چئي سگهجي ٿو. نئون ڪوٽ 24° 0" اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 69.9 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. ڪوٽ جي اترين ۽ ڏاکڻين ٻانهين 66 فوٽ، جڏهن ته اوڀرين ۽ اولاهين ٻانهين 318 فوٽ جي آهي.

ڪوٽ جي شاهي دروازي جي حفاظت لاءِ ٻه برج ٺاهيل آهن. ڪنهن زماني ۾ ان جاءِ تي مضبوط ڪاٺ جو در لڳل هوندو هو. شاهي دروازي مان لنگهه جو هڪ چوڪور 48x40 فوٽ دمدمو آهي. اندرئين دروازي مان داخل ٿيئي ٿو ڪوٽ کي چوڌاري 12 فوٽ ويڪري فصيل ڏنل آهي، جنهن تي چڙهڻ لاءِ ٻه ڏاڪڻيون ٺهيل آهن، جتان پهريدار چڙهندا هئا. هن ڪوٽ جي حفاظت لاءِ 9 برج جوڙيا ويا، جن مان ٻه مک دروازي ۽ دمدمي جي نگهبانيءَ لاءِ، چار برج ڪنڊن تي ۽ باقي ٽي برج اتر ڏکڻ ۽ اولهه جي ديوارن تي آهن.

نئون ڪوٽ دروازي پرسان اندرئين پاسي ڏاڪڻيون ٺهيل آهن جتي هڪ گول گنبذ واري ڪوٺي ڏاڪڻين پٽ وٽان ٺهيل آهي. خيال آهي ته اتي بارود رکيو ويندو هو. اهڙي قسم جون تجر نما ڪوٺيون ڏاکڻين ديوار ٻاهران به ٺهيل آهن. هن ڪوٽ جي اترئين پٽ سان رهائشي حصي جا ڦٽل



آثار مليا آهن. ڪمرن جون پٽيون ڊٺل آهن، جن تي اڃو پلستر ٿيل آهي ۽ سامان جا ڪٻٽ پڻ ڏنل آهن. شاهي دروازي ۽ اندرئين دروازي وٽ ٻنهي پاسن کان محرابدار ڪوٺيون پهريدارن لاءِ ٺاهيل آهن.

**هراڙ ۾ ميرن جو قلعو:** ٽالپرن جو وڏو مير ماڻڪ خان پٽ سليمان خان، پهريائين ڪاڇي ۾ آيو ۽ ڪلهوڙن جي گاديءَ جي هنڌ خداآباد جي پرسان ڊگهه بالا شهر اڏيائين. مغلن ۽ ڪلهوڙن، مير ماڻڪ ۽ سندس وڏي پٽ الهيار خان کي اُن علائقي جو وڏو حصو انعام طور ڏنو. ماڻڪ کانپوءِ سندس وڏي پٽ الهيار جي اولاد کي حڪومت ۽ پڳ ملي ۽ ننڍي پٽ مير جادي خان جي اولاد کي جاگيرون مليون. مير الهيار خان، سالار جنگ، برجستو، ويڙهاڪ ۽ زراعت جو ماهر هجڻ سان گڏوگڏ تعميرات جو شوقين هو. ڊرگهه ۾ سندس اڏيل ڪوٽ جا آثار موجود آهن. ان کانسواءِ گرميءَ جي موسم ۾ رهڻ لاءِ مٿي ڪيرٿر جي چوٽين تي ڪوٽ ۽ جايون ٺهرايائين. اهي ڪوٽ ۽ قلعا پنجن هزارن فوٽن جي بلنديءَ تي اڄ به موجود آهن.

هراڙ واديءَ ۾ ڪيرٿر جي پوٺي تي به اهڙو ئي ميرن جو هڪ وڏو ڪوٽ ٺهيل آهي، جيڪو ذري گهٽ هم چورس آهي. قلعي جون ديوارون پٿر جون ٺهيل آهن، جيڪي ايترو وقت گذرڻ باوجود سلامت بيٺيون آهن. ڪوٽ جي اولهه پاسي واري ديوار جي ڊيگهه 200 فوٽ آهي، جڏهن ته ڏاکڻين ديوار جي ڊيگهه 225 فوٽ آهي. ڪوٽ جي اولاهين ديوار جي موجوده وقت بلندي 7 فوٽ آهي، جڏهن ته اوڀر طرف واري ديوار جي اوچائي زماني جي گردش سبب 3 فوٽ وڃي بچي آهي.

ڪوٽ جي اولهه ڏکڻ ڪنڊ تي هڪ برج جا نشان ملن ٿا ۽ ڏکڻ اوڀر ڪنڊ جي ٻاهرئين پاسي ڪجهه مٿانهينءَ تي هڪ مسجد پڻ ٺهيل آهي. ڪوٽ جي ساري اوساري چيرولي ۽ چن جي ٿيل آهي. واديءَ جو اڪيلو چشمو، ڪوٽ جي اولاهين ديوار کان ڪوٽ اندر داخل ٿيئي ٿو ۽ اوڀر ديوار جي هيٺان ٻاهر نڪري وڃي ٿو.

# سنڌ جي تاريخ

سنڌ جي تاريخ دنيا جي تاريخ وانگر ستن هزارن سالن کان مٿي جو تاريخي، تهذيبي، تمدني، سياسي ۽ اقتصادي پسمنظر رکي ٿي. لکين هزارين سالن جي ارتقائي سفر کانپوءِ انسان حيواني دور مان گذري، ماڻهپي جي زندگيءَ طرف قدم وڌايو. ابتدا ۾ اسين انسان کي پٿر جي دور ۾ ڏسون ٿا. ان کي به ٽن زمانن: پراڻي پٿر جي دور، وچئين پٿر جي دور ۽ نئين پٿر جي دور ۾ تقسيم ڪيو ويو آهي. نئين پٿر جي زماني ۾ ماڻهو جبل جا پاسا ڇڏي، درياهن ۽ ندين جي ڪنارن سان آباد ٿيڻ شروع ٿيا. ان ريت ڳوٺاڻي زندگيءَ جنم ورتو. ترقيءَ ڏانهن گامزن ٿيندي، ماڻهن ڳوٺن بجاءِ شهر تعمير ڪرڻ شروع ڪيا. اهڙي پسمنظر ۾ سنڌو ماٿريءَ (Indus Valley) ۾ هڙاپا ۽ موهن جي دڙي جهڙا مهذب شهري مرڪز وجود ۾ آيا.

ان ريت موجوده سنڌ جي تاريخ کي چئن مکيه زمانن ۾ تقسيم ڪري، اڀياس هيٺ آندو ويو آهي:

(1) سنڌو ماٿريءَ جي تهذيبن جو دور (قبل از تاريخ)
(2) قديم سنڌ جي تاريخ وارو دور
(3) وچيون دور يا مسلمان گهراڻن جي حڪومتن جو زمانو
(4) جديد سنڌ جي تاريخ

هي آخري دور 1843ع ۾ چارلس نيپئر جي سنڌ جي فتح سان شروع ٿئي ٿو.

## (1) لکيل تاريخ کان اڳ وارو سنڌو ماٿريءَ جي تهذيبن جو دور:

اربين سالن جي حياتياتي (Biological) ڪهاڻي، ڪروڙن سالن جي حيواناتي (Zoological) ۽ نوع بشر نمائي (Hominoid) ڪهاڻي، لکين سالن جي بشري نوع (Hominid) دورَ جي وارتا، هزارين سالن جي نسلياتي (Anthropological) ڪٿا جي پوريل ۽ پٿرايل آثارن (پنڊپهڻن: Fossils) جي تلاش، هي سڀ ماڻهوءَ جي ارتقائي زندگيءَ جي داستان جا باب آهن، جن کي قديم آثارن جي ماهرن ۽ پون وديا (جاگرافيءَ) جي ڄاڻو سائنسدانن، سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جون ڪوششون پئي ڪيون آهن. سماجيات (Sociology) جي هڪڙن ماهرن وري انسان جي زندگيءَ جي اوکي ۽ اڙانگي اڀياس کي ٽن دورن ۾ ورهائي بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مثال طور: (1) وحشانيت وارو دور (Savagery)، (2) جاهليت/ بربريت جو دور (Barbaric) ۽ (3) مهذب (Civilized) دور.

ثقافتي (Cultural) حوالي سان قديم آثارن جي ماهرن ماڻهوءَ جي اٽڪل 25 لک سالن جي ٽيڪنيڪي (Technical)، فني (Artistic)، ذهني (Mental)، سماجي (Social) ۽ اقتصادي (Economical) زندگيءَ جو گڏيل اڀياس، پراڻي پٿر جي دور (Palaeolithic period)، وچئين پٿر جي دور (Mesolithic period) ۽ نئين پٿر جي دور (Neolithic period) جي حوالي سان بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهن دورن کانسواءِ پٿر جي پراڻي دور کي به ٽن ذيلي دورن ۾ ورهائي تفصيل سان بيان ڪيو ويو آهي. نئين ۽ پراڻي پٿر جي دَور جي وچ ۾ اٽڪل ٽن هزارن سالن جي وچئين بدلجندڙ دور (Transitory)، جنهن کي پراڻي پٿر جي دَور کانپوءِ وارو دور ’Epipalaeolithic‘ چيو وڃي ٿو، گذريو آهي، جيڪو ارتقائي لحاظ کان انقلابي تبديلين جو ڪارڻ سمجهيو وڃي ٿو. هي عرصو پون وديا جي ٻوليءَ ۾ Holocene ۽ قديم آثارن جي اصطلاح ۾ لڳ ڀڳ ’وچئين پٿر‘ (Mesolithic) جي دور ۽ پٿر جي پراڻي دور جي وچ ۾ ٿيو ۽ ان کي عالمن وڏيڪ تفصيل سان بيان ڪيو آهي. هنن دورن جا آثار سِنڌ جي سرزمين تي روهڙيءَ کان ڪراچيءَ تائين پکڙيل مليا آهن. ڊاڪٽر برجيٽ ايلچنس (Bridget Alchins) پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب Palaeolithic Sites in the Plains of Sindh and their Geographical Implications ۾ ڄاڻايو آهي ته سنڌ ۾ حيدرآباد کان ڪراچيءَ واري رستي تي 101 ميلن جي پٿر واري نشان وٽ هڪ ماڳ آهي، جيڪو پٿر جي قديم، وچ واري ۽ پوئين دور ۾ پٿر جي اوزارن جي وڏي صنعت رهيو هوندو. جنهن جا اهڃاڻ ان جي قبل از تاريخ تي روشني وجهن ٿا.

ساڳيءَ طرح روهڙيءَ جي ٽڪرين لاءِ پڻ قديم آثارن جي ماهرن جو چوڻ آهي ته ’روهڙي فلنٽ ٽول فيڪٽري‘ (Rohri Flint tool factory) وارا اوزار اتي انسان جي موجودگيءَ 50000 کان 10000 سال اڳ ثابت ڪن ٿا، جيڪو عرصو آخري پٿر واري زماني تائين ٿئي ٿو.

اهڙيءَ ريت ڪراچيءَ ويجهو ’واڳودر‘ وٽ پڻ اهڙا پٿر جي اوزارن جا ڪارخانا ملن ٿا، جن جو ذڪر ماڻڪ پٿاوالا ڪيو آهي، ڄاڻ ته ان عرصي جا واقعا تهذيب ڏانهن سفر جي سانباهن جي برابر آهن. هن کان اڳئين دور جو ماڻهو ننڍن جانورن جي شڪار ۽ ٻوٽن يا گاهن جي ميون، ٻجن، پنن، ڏانڊين وغيره کي گذاري لاءِ ڪم آڻيندو هو، پر هن دور ۾ ماڻهوءَ مال/ ساهوارا پالڻ ۽ کي ٻوٽا پوکڻ جي شروعات ڪئي ۽ اهڙيءَ ريت ماڻهو مارو ۽ راهڪ ٿيو ۽ پنهنجي رولڙي واري زندگي ترَڪ ڪري ڳوٺاڻي يا Sedentic زندگي گذارڻ شروع ڪئي. اها هڪ سادي سماج جي ابتدا هئي. اهڙيءَ ريت اٽڪل هزار ڏيڍ سالن جي مختصر عرصي ’وچئين پٿر (Mesolithic) جي دَور‘ گذرڻ سان نئين پٿر جو دَور شروع ٿيو. جنهن ۾ ڳوٺ آباد ٿيا. ڪنهن ڪنهن هنڌ ٽڪر جا ٽانو ٺهڻ لڳا ۽ انهيءَ دور جي آخر ۾ ڌاتوءَ جو استعمال به شروع ٿي ويو.

’ڌاتو- پٿر دور‘ (Chalcolothic era) ۾ هر شعبي ۾ وڌيڪ ترقي ٿي ۽ مهذب زندگيءَ ڏانهن تکڙو قدم کڄڻ لڳو. ارتقا ۽ ترقيءَ جو عمل هر هنڌ لازمي طور، نه ته هڪ وقت ٿيندو پاسي ٿو ۽ نه هر هنڌ هڪجهڙو يا برابر. ڪن هنڌن تي اهو ڍرو، ڪن هنڌن تي تکڙو ۽ وري ڪٿي هن جون وصفون هڪڙيون آهن ته ڪن هنڌن تي ٻيون آهن.

هونئن تہ ’تهذيب‘ بابت عام طرح اسان ڳالهايو وجي ٿو پر اڄ تائين ان جي وصف چٽي نہ ٿي سگهي آهي. ’تهذيب‘ شايد سماجي زندگيءَ جو اهو معيار يا درجو پائنيجي ٿي، جيڪا وقت پٽاندر ڪنهن خطي تي ڪن عام فڪري، فني، اخلاقي، عملي، ثقافتي ۽ اقتصادي صورتن ۾ اتان جي ماڻهن لاءِ معاشري/ معاشرتي زندگي گذارڻ لاءِ مناسب هجي. ’تهذيب‘ کي ڪي ’ثقافت‘ جي هڪ صورت ۽ ڪي ’ثقافت جي سڌريل ۽ جامع صورت‘ سمجهن ٿا. دنيا جي قديم تهذيبن جو دور لڳ ڀڳ 3500 ق. م کان شروع ٿيو ۽ ان جا آخري اهڃاڻ 500 ق. م تائين هليا. مکيہ تهذيبن جا نالا هي آهن:

(1) Mesopotamean/ Sumerian (عراقي)

(2) Egyptian (مصري)

(3) Sindhu (سنڌو)

(4) Chinese (چيني)

هر تهذيب جون پنهنجون وصفون آهن ۽ انهن جي اوسر ۽ اوج جي ڪهاڻي بہ مختلف آهي.

سنڌو تهذيب يا سنڌو روايت بابت پيش ڪيل هڪ نقشو هيٺ ڏجي ٿو ڪن عالمن وٽ ان جي مختلف صورت بہ ٿي سگهي ٿي.

(1) خوراڪ پيدا ڪرڻ واري عمل جي شروعات (نئين پٿر ۽ ڌاتو - پٿر دور ۾) (Food Producing Era-6500 BC-5000 BC)

(2) ڳوٺاڻي سماج ۾ مختلف ثقافتن جو اسرڻ (Regionalization Era- 5000 BC - 2600 BC)

(3) سنڌو تهذيب يا روايت جو اوج (Integration Era-2600 BC - 1900 BC)

(4) سنڌو تهذيب يا روايت جو بگاڙ (Localization Era- 1900 BC- 1300 BC)

(5) سنڌو تهذيب يا روايت کانپوءِ (Post Indus Tradition-1200 BC-500 BC)

(6) اوائلي تاريخي دور (Historical Era Around- 600 BC)

’جوناٿن مارڪ ڪناير‘ (Jonathin Mark Kenoyr) موجب هن وقت تائين ٿيل تحقيق مطابق سنڌو تهذيب جو بنياد مهرڳڙهہ (بلوچستان) جي آثارن جي ڪوتاين موجب 7000 ق. م کان اڳ ڌاري نئين پٿر جي دور ۾ پيو هو جڏهن اڃا ٺڪر جي شروعات نہ ٿي هئي. مهرڳڙهہ قديم سنڌو روايت جي دور ۾ سنڌو درياهہ جي سيلابي ڊاٽري تي آباد هو ان کانپوءِ سنڌو تهذيب جي اوسر بابت لڳاتار ڪهاڻي آسپاس ۽ ننڍي ڪنڌ بلڪ ان کان ٻاهر جي آثارن جي ڪوتاين مان ملي ٿي. سنڌو تهذيب جي مڪمل ٿيڻ ۾ جن ’ثقافتي ميلاپن‘ (Regionalization Integrators) حصو ورتو آهي، تن ۾ مکيہ هي آهن:

(1) شهري رٿابنديءَ جو مثالي نمونو

(2) پاڻيءَ جي گهرن لاءِ رسد ۽ نيڪال جو طريقو

(3) غير معمولي پکيڙ، طبعي جاگرافيءَ کان بہ ٻاهر

(4) وقت جا وڏا ۽ گهاٽيءَ/ گهاٽيءَ آباديءَ وارا شهر

(5) ڌاتاريت (ٻين تهذيبن کي ڏيڻ)

(6) افاديت پسندي

(7) انوکي لکت

(8) گهٽ وقت جٽاءُ

سنڌو تهذيب جي، اُن جي طبعي حدن کان وڏيڪ پکيڙ ۽ ست اٺ سؤ سالن تائين روايتي جٽاءَ جي ڪري، ڪن عالمن هن کي ’سنڌو مملڪت يا شهنشاهيت‘ (Empire) لکيو آهي. هن تهذيب جا هن وقت تائين لڳ ڀڳ 2500 آثار ملي چڪا آهن. ان کان سواءِ ڪيترا آثار اڃا نظر مان نہ نڪتا آهن، يا ڪن قدرتي آفتن ۾ ختم ٿي ويا هوندا. بهرحال ڪن جاتل اهم آثارن جي فهرست هيٺ ڏجي ٿي. (جڏهن تہ تفصيل اڳ آيل آهي)




مشهور آرڪيالاجسٽ گريگوري ايل. پوسيهل، پنهنجي ڪتابن: ’سنڌو تهذيب جي اوسر‘ (Evolution of Indus Civilization) ۽ ’A Contemporary Perspective‘ ۾ بيٺڪي دور، ۽ ڳوٺاڻي زندگيءَ جي شروعات کي مختلف مرحلن ۾ هن ريت ورهايو آهي:

(1) ڳوٺن جي اوسر ۽ وقتي بيٺڪن جو مرحلو:
ڪلي (ڪِڙي) گل محمد فيز، 7000 ق. م

(2) توگو مرحلو برج چلي مارڪ مرحلو (4300 ق. م کان 3800 ق. م)

(3) اوائلي سنڌو تهذيب جي اوسر
اُن کي هن چئن مرحلن ۾ ورهايو آهي:
(الف) آمري- نال فيز (مرحلو)، 3200 ق. م کان 2600 ق. م
(ب) ڪوٽڏيجي فيز (مرحلو)، 3200 ق. م کان 2600 ق. م
(ت) سوٺي- سِيسوال فيز (مرحلو)، 3200 ق. م کان 2600 ق. م
(ٽ) دمب سادات فيز (مرحلو)، 3200 ق. م کان 2600 ق. م

**(4) آڳاٽي پختي سنڌو تهذيب جو دور**

(Early Harappan (Indus)-Mature Tradition: 2600 ق. م کان 2500 ق. م)

**(5) (Mature Harappan) پختي هڙپائي/ سنڌو تهذيب:**

اُن جا هن پنج مرحلا لکيا آهن:

(الف) سنڌي- هڙپائي مرحلو(Sindhi Harappan Phase)

2500 ق. م کان 1900 ق. م

(ب) ڪلي- هڙپائي مرحلو(Kulli Harappan Phase)

2500 ق. م کان 1900 ق. م

(ت) سورٺ- هڙپائي مرحلو(Sorath Harappan Hpase)

2500 ق. م کان 1900 ق. م

(ث) پنجاب- هڙپائي مرحلو(Punjab Harappan Phase)

2500 ق. م کان 1900 ق. م

(پ) اڀرندو- هڙپائي مرحلو(Eastern Harappan Phase)

2500 ق. م کان 1900 ق. م

هن صاحب ٻن ٻين مرحلن (phases) جو به ذڪر ڪيو آهي، جيڪي ساڳئي دور ۾ سرجي/ ڪم ڪري هئا:

(1) ڪوئيٽا مرحلو(Quetta Phase): 2500 ق. م کان 1900 ق. م

(2) پويون ڪوٽڏيجي مرحلو(Late Kotidiji Phase):

2500 ق. م کان 1900 ق. م

**(6) هن صاحب، پوئين ڪوٽڏيجيءَ واري مرحلي (Late Kotdijian Phase جا ڇهه دور ڏنا آهن، جي هي آهن:**

(الف) جهڪر مرحلو(Jhukar Phase) 1900 ق. م کان 1700 ق. م

(ب) اوائلي پيرڪ فيز

(Early Pirak Phase) 1800 ق. م کان 1000 ق. م

(ٻ) پويون سورٺ هڙپائي مرحلو(Late Sorath Harappan Phase)

1900 ق. م کان 1600 ق. م

(پ) اجري ڳاڙهي ٺڪر وارو مرحلو(Lubtoroas Redware Phase)

1600 ق. م کان 1300 ق. م

(ت) سيمٽري ايڇ مرحلو(Cemetery H. Phase)

1900 ق. م کان 1500 ق. م (هڙپا ۾ قبرستان وارو هنڌ)

(ٽ) سوات ماٿري 1650 ق. م کان 1300 ق. م

(ث) اوائلي گنڌاري ڪلچر 1700 ق. م کان 1000 ق. م

**(7) هي دور شروعاتي لوهه واري زماني جو آهي، جيڪو اتر هندستان ۽ پاڪستان ۾ شروع ٿيو جنهن جا هيٺيان مرحلا مقرر ڪيل آهن:**

(الف) پويون پيرڪ مرحلو 1000 ق. م کان 700 ق. م

(ب) خاڪي ٺڪر وارو مرحلو 1000 ق. م کان 700 ق. م

(ٻ) پوئين گنڌاري ثقافت وارو مرحلو 1000 ق. م کان 700 ق. م




نقشو 'پيراڻي سنڌ ڪٿا' (ايم. ايڇ پنهور) ڪتاب تان ورتل

**سنڌو تهذيب جي مختصر پڇار:**

دنيا ۾ قديم تهذيبي مرڪزن ۽ اتي جي تهذيبي اوسر ۾ خود سنڌو ماٿري به شامل آهي. هتي مختصر طرح سنڌو تهذيب جي مکيه ڳالهين جي اپٽار ڪجي ٿي.

يورپ جا محقق ۽ 'علم الآثار' جا ماهر اوڻيهين صديءَ جي خاتمي ڌاري، اجا ايران، مصر ۽ عراق جي ندين جي ڪناري، قديم انساني بستين ۽ شهري ماڳن ۽ قديم تهذيبي مرڪزن جي ڳولا ۾ مصروف هئا. ان وقت تائين اجا هندستان ۾ 'علم الآثار' يا 'قديم آثارن وارو ڪاتو' قائم نه ٿيو هو. توڙي جو 1857ع تائين سمورو هندستان انگريزن جي قبضي ۾ اچي چڪو هو. پر پوءِ به هنن جو سمورو ڌيان قديم ڪتبن، سڪندراعظم جي حملن جي احوال، ٻاهرين سياحن جهڙوڪر فاهيان ۽ هوان چانگ جي سفرنامن ۽ مقدس ويدن جي مبهم تشبيهن ۽ استعارن سان ڀريل ڪهاڻين جي اپياس هيٺ رهيو ان ڪري هي خيال عام هو ته هند ۽ سنڌ ۾ آرين جي اچڻ کان اڳ، 'اڻ سڌريل انسان' رهندا هئا، جن جو ڪو دين ڌرم نه هو سندن نڪ بينا هئا ۽ هو شڪل صورت ۾ ڪارا هئا، ان ڪري ڪين نفرت مان 'داس' يعني غلام سڏيو ويندو هو. 'آثار قديمه هندستان' جو بنياد 1902ع ۾ پيو ان کانپوءِ قديم آثارن ۽ اهڃاڻن جي تحقيق ۽ ڳولا شروع ٿي. ابتدا ۾ مٿي ذڪر ڪيل ذريعن جي بنياد تي، ٻڌ ڌرم جي آثارن ۽ عبادتگاهن جي تلاش ٿيندي رهي. ان پسمنظر ۾ ٽيڪسيلا، پاٽلي پتر نالندا ۽ سارنات، جهڙن اهم ماڳن کي ڳولڻ ۾ ڪاميابي ٿي.

سن 1922ع ۾ لاڙڪاڻي کان ڪجهه ميل پري، هڪ دڙي تي موجود استوپا (ٺُلهه) جي پرسان ڪشان گهراڻي جي راجا واسديو جا ڪجهه سڪا (Coins) مليا. پوءِ ان ماڳ تان هڪ اهڙي مهر پڻ ملي، جا هوبهو انهيءَ 'تصويري رسم الخط' سان ملي ٿي، جيڪا 1856ع ۾ سر اليگزينڊر ڪَنگهم لڌي هئي. ان دَور (1923ع) ۾ هڙاپا ۾ به کوٽاين جو ڪم جاري هو. اتي به ساڳيون مهرون، مٽيءَ جا چٽيل ٿانو، مٽيءَ جا پڪل ٿانو ۽ ڪي ٻيون اهڙيون چيزون مليون، جي هندستان جي ٻين علائقن مان لڌل باقيات کان بنهه مختلف هيون. 'سرجان مارشل' ان دور ۾ 'قديم آثارن جي ˝ ي' جو ڊائريڪٽر جنرل هو. هڙاپا مان لڌل شين جو اڀياس ڪيو ويو ته ر پئي ته محقق حضرات جنهن دور کي 'اونداهو زمانو' سڏين ٿا، اهو ڊي ڪنڊ جي تاريخ' جو هڪ شروع وارو 'روشن ترين عرصو' ٿي گذريو آهي. ان پسمنظر ۾ 'سرجان مارشل'، موهن جي دڙي جي کوٽاين ۽ مطالعي جو فيصلو ڪيو. اتان گڏ ڪيل ابتدائي معلومات کي مختلف ضلعن جي ڪليڪٽرن ڏانهن موڪليو ويو. انهن کي تاڪيد ڪيو ويو ته قديم ماڳن، دڙن ۽ پڙن جو آثار قديمه کاتي کي اطلاع ڏنو وڃي. کاتي جي هڪ هٿئي عملدار 'اين. جي. مجمدار' سن 1927ع- 1931ع جي وچ ۾، چانهوءَ جو دڙو، غازي شاهه، لوهري، علي مراد، آمري، جهڪر ۽ جهانگرا وغيره ۾، ڪُٽ واري زماني جي وڏين آبادين جا نشان ڳولي لڌا.

سن 1929ع ۾ اوپر پنجاب جي ضلعي انباله ۾ ڪوٽله نهنگ ۽ سن 1935ع ۾ ڪاٺياواڙ ۾ رنگ پور ۾ ان نوعيت جي تهذيبن جا مرڪز دريافت ڪيا ويا. ان دور کان وٺي اڄ تائين کوجنائن ۽ اڀياسن جو هي سلسلو پوري ڪنڊ ۾ جاري آهي.

سر جان مارشل کي 1922ع کان 1927ع تائين موهن جي دڙي جي کوٽاين مان جيڪا معلومات ملي، ان کي گڏ ڪري هن موضوع تي هڪ ڪتاب تيار ڪيو. هي ڪتاب 'موهن جو دڙو ۽ سنڌو تهذيب' (انگريزي)، ٽن جلدن ۾، لندن مان، 1931ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ان ريت هند ۽ سنڌ کان سواءِ سموري دنيا قديم دور ۾ هتي جي عاليشان تهذيب کان واقف ٿي.

سنڌو تهذيب جون مکيه ڳالهيون هن ريت آهن: شهري اڏاوت جي رٿابندي، هنرمندي، واپار ۽ واپاري رستا، معاشرتي حالتون، مذهب، تدفين، باشندا ڪير هئا، منفرد رسم الخط، تهذيب جو خاتمو وغيره.

ذڪر هيٺ دور جي انسانن وٽ ڪمال درجي جي شهري رٿابندي ڏسجي ٿي. دنيا عجب ۾ آهي ته پنجن کان ست هزار سال اڳ سنڌو ماٿريءَ ۾ ڪيتري نه اعليٰ درجي جي 'شهري تنظيم سازي' موجود هئي. هڙاپا ۾ سرن جي چورن جي هٽ جي صفائي ڏيکارڻ سبب، اتي اڏاوتي آثار تمام گهٽ ملن ٿا. پر موهن جو دڙو جڏهن اڀياس هيٺ آيو (1922ع- 1927ع)، تڏهن ان جا آثار وڏيءَ حد تائين محفوظ هئا. ان ڪري ان جي رستن، گهٽين، گهرن، پاڻيءَ جي نيڪال ڪرڻ وارن نالن، کوهن ۽ غسل خانن کي ڏسي، شهري اڏاوت جي رٿابندي، شهر وسائڻ جي نظام ۽ صحت جي مروج اصولن جي پابنديءَ جو درست اندازو ڪري سگهجي ٿو. اعليٰ رٿابنديءَ سان آباد ٿيل شهر جو پهريون بنيادي اصول هي آهي ته، اهو جنهن هنڌ تي اڏيل هجي، اهو ٻاهرين ۽ اندرين بندشن کان آزاد هجي. ٻي خاص ضرورت ان لاءِ هڪ اهڙي مرڪزي منظم انتظام جي آهي، جنهن ۾ رستن ۽ گهٽين جي سنڀال، عوام لاءِ پاڻيءَ (کوهه) جو بندوبست، گندي پاڻيءَ جي نيڪال، صحت صفائيءَ جي اصولن جي پابندي ۽ گهرن جي بيهڪ جي رٿابندي آسانيءَ سان ٿي سگهي. موهن جي دڙي واري بستيءَ ۾ اهي سڀ شيون مليون آهن. هڙاپا ۽ موهن جي دڙي جي تعميرات ۾، پڪيون سرون استعمال ٿيون. موهن جي دڙي جا گهر سادا ۽ آرامده آهن. اڏاوت وقت انهن جي زيبائش کان وڌيڪ، انهن جي مضبوطيءَ ۽ پائداريءَ جو خيال رکيو ويو. مصر، سمير ۽ ٻين قديم تهذيبن جي ڀيٽ ۾، هتي سينگاريل عمارتون نه ٿيون ملن . هتي اڏاوت ڪندي ڪجهه خاص ڳالهين کي پيش نظر رکيو ويو آهي. عمارتن جو بنياد اونهو ۽ مضبوط، ٻوڏ کان بچاءَ واسطي اپاءَ ۽ اڪثر پِتين ۾ ترتيب سان اُڀين ۽ وچايل سرن جي اوساري ڏسڻ ۾ ايندي.

ماهرن هتان جي عمارتن کي ٽن قسمن ۾ تقسيم ڪيو آهي: (1) رهائشي گهر، (2) وڏيون عمارتون، جن جي اڏاوت جو مقصد پوري طرح چٽو نه ٿو ٿئي، (3) غسلخانا ۽ حمام.

موهن جي دڙي جا رستا ۽ گهٽيون اتر ڏکڻ ۽ اوڀر اولهه تي ٺهيل آهن. رستن جي تعمير هوا جي رخ کي سامهون رکي ڪئي وئي آهي. هتان جا رستا ڪافي ويڪرا آهن.

سنڌو ماٿر جي تهذيبي دور ۾، هتي جا رهاڪو صفائيءَ جو خاص خيال رکندا هئا. ان دور جي ٻين همعصر تهذيبن جي ڀيٽ ۾، فقط موهن جي دڙي ۾ ئي رستن، کوهن ۽ گهٽين مان گندي يا برساتي پاڻيءَ جي نيڪال جو عمدو نظام موجود هو.

موهن جي دڙي جي اصل آثارن جي مٿان، زمين جي سطح کان ستر فوٽ مٿي، ٻُڌ وارن جو خاص اهڃاڻ ٺلهه يا استوپا دريافت ٿيو. ماهرن جو اصل ڌيان اُن استوپا ڇڪرايو. ان پسمنظر ۾ جاچ، کوجنا ۽ کوٽاين جو ڪم شروع ٿيو ۽ ائين عظيم الشان تهذيب جي دريافت ٿي. هتي ٻڌمت جي ٻين علامتن کان سواءِ تاريخ جي حوالي کان ڪشان دور جي راجا واسديو (156-173) جا ڪجهه سڪا به مليا.

ڪاريگريءَ ۽ هنر ۾ سنڌو ماٿر جا ماڻهو نمايان ڏسجن ٿا. موهن جي دڙي ۽ هڙاپا مان مٽيءَ جا ٺهيل ٿانو جهجهي تعداد ۾ مليا آهن.

ٽامي ۽ ڪُٽ جا ٿانو به سنڌو ماٿر ۾ استعمال ٿيندا هئا. ان کان سواءِ قلعي، چاندي ۽ سون جو استعمال به ٿيندو هو. ٽامي ۽ ڪٽ جون ٺهيل ٻي انداز شيون مليون آهن، جيڪي گهريلو استعمال ۾ هيون.

موهن جي دڙي مان مليل اوزارن جي هڪ خاصيت هيءَ به آهي ته انهن مان گهڻن تي اڪر لکيل آهن. شايد اهي اکر ڳٽپ جا انگ هجن يا ڪنهن ٻي لکيت جي نشاندهي ڪندا هجن. سنڌو ماٿر جي تهذيب جو انسان 'سنگ تراشيءَ' جي استعمال مان پوريءَ طرح واقف هو. موهن جي دڙي مان پٿر جا ٺهيل يارهن (11) پُتلا مليا آهن. انهن مان ٽي جانورن جا ۽

سنڌ جي تاريخ

چار ماڻهن جا آهن. پتلن ۾ هڪ خاص اهميت وارو پُتلو، ’پروهت‘ يا پوڄاريءَ جو پتلو سڏيو ويو آهي. هي ست انچ ڊگهو آهي. ان جو هيٺيون ڌڙ چادر سان ويڙهيل آهي، جنهن تي ٽڪلي اجرڪ وارو پور‘ نظر اچي ٿو. هي مجسمو لڌل مورتين مان تمام گهڻي اهميت رکي ٿو. هتان ڪٽ جو ٺهيل ناچڻيءَ جو مجسمو به مليو آهي. پروهت يا پوڄاريءَ جو پتلو ۽ ڪُٽ مان ٺهيل ناچڻيءَ جو مجسمو، جيڪي پنهنجي نفاست ۽ نزاڪت جي اعتبار کان، ’ماتا ديويءَ‘ جي اڪثر مورتين کان گهڻو مٿانهان آهن. اهي هنن مهرن جي دز کي به پهچي نه ٿا سگهن.

سنڌو ماٿريءَ جي رهاڪن جي اهم ترين تخليق لکت واريون مهرون (seals) آهن. اهي صرف موهن جي دڙي ۽ هڙاپا مان ئي مليون آهن. انهن جو تعداد چار هزار کن آهي. *(سنڌو ماٿر جي سڀيتا، هنر ۽ ڪاريگري [باب]، مختلف صفحا)*

سنڌو تهذيب جي مطالعي ۽ مليل باقيات جي بنياد تي عالمن جي راءِ آهي ته، زراعت، خوراڪ، پوشاڪ، وارن جي ٺاهه ٺوهه، زيور جو استعمال، هار سينگار، ناچ ۽ راڳ، حڪمت ۽ جدا جدا ڌنڌا وغيره، مطلب ته زندگي آسان ۽ سريکي انداز سان گهارڻ جا سڀ وسيلا ۽ طريقا موجود هئا. گهريلو جانورن کانسواءِ جهنگ جي جانورن سان، انسان جي باهمي تعلق جا آثار پڻ مليا آهن.

موهن جو دڙو هڪ مکيه واپاري مرڪز هو. ان ريت هڙاپا جي به ساڳي اهميت هئي. واپاري چرپر جو مکيه ذريعو بيل گاڏي هئي. بيل گاڏيءَ جا رانديڪا ڌيان ڇڪائين ٿا ته اصل بيل گاڏيون پنهنجو وجود رکنديون هيون. ساڳئي قسم جون ٻن ڦيٽن واريون گاڏيون اڄ به موهن جي دڙي طرف موجود آهن. ڇانهونءَ جي دڙي مان ٽامي جون ٺهيل بيل گاڏيون به مليون آهن. هتان مٽيءَ جون ٺهيل اهڙيون گاڏيون به مليون آهن، جن کي چار ڦيٿا هئا. خچر ۽ گڏهه جا گهٽ باقيات مليا آهن. البت گهوڙي ۽ هاٿيءَ جون نشانيون مليون آهن. ننڍي ٻيڙيءَ کانسواءِ وڏن بحري ٻيڙن جي وجود بابت به اسان کي ڄاڻ ملي آهي. ماهرن جو خيال آهي ته سون، چاندي، ٽامو قلعي، سنگ جراحت، ياقوت، سليٽ جو پٿر، عقيق، سنگ سليماني، سائو پٿر گگر ۽ سنگ مرمر وغيره، ٻاهرين دنيا مان سنڌ ۾ ايندو هو. سنڌ جو مختلف ملڪن ۽ علائقن: هندستان، ايران، راجپوتانه، سمير، خراسان، ڪاٺياواڙ، ڪشمير ۽ دکن سان واپاري، سماجي ۽ ڏيتي ليتيءَ وارو تعلق ڏسڻ ۾ اچي ٿو. *(سنڌو ماٿر جي سڀيتا، ص: 99-105)*

سنڌو ماٿر جي مذهب بابت باقيات مان خبر پوي ٿي ته بت پرستي، وڻن جي پوڄا ۽ جانورن جي پوڄا کان سواءِ ڪي ٻيا عقيدا به رائج هئا. موهن جي دڙي مان اڪثر جاين تان ديويءَ جو بت لڌو آهي، اُن کي رڳو چيلهه مٿان ڪپڙي جي پٽي ٻَڌل آهي، باقي سڄي عريان آهي. انهن جي ڳچي توڙي ڪنن ۾ ڪافي زيور پاتل آهن. انهن مجسمن کي ’ڌرتي ماتا‘ يا ’ماتا ديوي‘ سڏيو ويو آهي. لڌل باقيات جي آڌار تي سر جان مارشل جو پختو رايو آهي ته، ان دور ۾ جانورن جي پوڄا به ڪئي ويندي هئي. انهن جا ٽي قسم هئا: (1) خيالي يا ڏندڪٿائي جانور، (2) اهي جانور جن جي ڏندڪٿائي حيثيت شڪي آهي، (3) قدرتي جانور. ڍڳو شينهن، هاٿي، گهيٽو سوئر، ڪتو پولڙو رڇ، سيهڙ وغيره، جن جون شڪليون به سنڌو ماٿر جي تهذيبي ماڳن تان مليون آهن. انهن ۾ ڪجهه جي پوڄا ٿيندي هئي. *(سنڌو ماٿر جي سڀيتا، ص: 133-147)*

قديم دور ۾ پاڻيءَ کي مقدس سمجهي، ان جي به پوڄا ڪئي ويندي هئي. اڄ به سنڌ ۾ ’جل پوڄا‘ جو رواج آهي. اڏيرو لال ۽ خواجه خضر (سکر) ان جا اهم نشان آهن. شاهه سُر ساموندي ۽ سريراڳ ۾ ان عقيدي ’جل ۾ اکا وجهڻ‘ وغيره جو ذڪر ڪيو آهي. هي هڪ عالمگير عقيدو سمجهيو وڃي ٿو اڄ به هندستان ۾ گنگا ۽ جمنا، ديويءَ جي حيثيت رکندڙ آهن. ٻنهي درياهن جي پوڄا مذهبي فرض سمجهي ويندي آهي. خاطري آهي ته ان دور ۾ سنڌو درياهه جي پوڄا پڻ ٿيندي هئي. تازو ڪجهه سال ٿيندا لداخ ليه وٽ ’سنڌو درشن‘ حوالي سان، هند جي سنڌين جو ميلو لڳو هو، جيڪو هر سال لڳندو آهي.



CONTACT OF FOREIGN LANDS WITH MOHENJO DARO 2700 B. C. — 2500 B. C.

سنڌو ماٿريءَ ۾ ڪفن دفن جي ڏس ۾ ٽي طريقا رائج هئا: (1) مڪمل تدفين، (2) جزوي تدفين، (3) خاڪستري تدفين. *(سنڌو ماٿر جي سڀيتا، ص: 154)* پهريون طريقو اڄ به جاري آهي. ٻيو طريقو لاش کي کليل ميدان تي رکجي، ته پکي ماس کائي وڃن ۽ رهيل هڏين کي دفنائي ڇڏجي (هي طريقو اڄ به پارسين وٽ مروج آهي). ٽئين طريقي ۾ لاش کي ساڙي، باقي بچيل مواد کي ٺڪر جي ٿانو ۾ رکي دفن ڪيو ويندو هو.

هڪ مکيه سوال جو جواب اڃا حل طلب آهي. هڙاپا، موهن جي دڙي ۽ ٻين همعصر ماڳن مان لڌل مهرن ۽ انهن تي ملندڙ لکيتن کي درست پڙهڻ هڪ ڏکيو مسئلو آهي. ابتدائي طور مسٽر وڊيل، پروفيسر لينگڊن، مسٽر گيڊ، ڊاڪٽر پران ناٿ، جي. آر. هنٽر ۽ ابوجلال ندويءَ جا نالا گهڻي اهميت رکن ٿا، جن سنڌو ماٿر جي مهرن کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ جي سنجيده ڪوشش ڪئي. پر انهن جا نظريا هڪ ٻئي کان مختلف ۽ متضاد هئا.

قيام پاڪستان (1947ع) کانپوءِ، هن ڏس ۾ وڏيڪ عالمن دلچسپي ورتي. هندستان، يورپ ۽ سنڌ (پاڪستان) جي اسڪالرن سنڌو لکت جي پاڄ طرف توجهه ڏنو يورپ ۾ ذڪر جوڳو ڪم آسڪو پارپولا ڪيو آهي. مختلف مقالن ۽ ڪتابن کان سواءِ سنڌو لکتن (لکت) بابت هن جو ٽن جلدن ۾ سهيڙيل ڪتاب وڏي اهميت رکي ٿو. پارپولا مختلف عالمن جي مدد سان، موهن جي دڙي، هڙاپا، هندستان ۽ ٻين ماڳن تان لڌل مهرن کي مرتب ڪري، The Corpus of Indus Seals and Inscriptions (CISI) نالي سان ڪتاب ڇپرايو. جلد پهريون 1987ع، جلد ٻيو 1991ع ۽ جلد ٽيون 2010ع ۾ نروار ٿيو. هي يادگار ڪم فن لينڊ جي اداري Academy of Sciences and Letters پاران ڇپيو آهي. هن سڄي علمي ڪم لاءِ (رڻا) اقوام متحده جي اداري يونيسڪو مالي مدد فراهم ڪئي. سنڌو تهذيبن جي مطالعي ۽ خاص ڪري هتان مليل مهرن کي پڙهڻ ۽ پروڙڻ واري ڪم ۾، پاڪستان کان وڌيڪ هندستان جي علمي مرڪزن دلچسپي ڏيکاري آهي. آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا 1977ع ۾ The Indus Seals: Texts, Concordance & Tablets هڪ ضخيم ڪتاب ڇپيو آهي. هي تحقيقي ڪم ارواٿم مهاديون جو آهي. ڪرشنا رائو Indus Script Deciphered نالي ڪتاب دهليءَ مان 1982ع ۾ ڇپرايو ايس. آر. رائو به هن عنوان تي ڪم ڪيو آهي.

سنڌ ۾ اسڪالرن ۽ ادارن سنڌو تهذيب يا سنڌو لکت کي سمجهڻ ۽ پرکڻ واري ڪم ۾ تمام گهڻ دلچسپي ڏيکاري آهي. ابتدا ۾ سراج الحق ميمڻ هن ڏس ۾ دلچسپي ورتي. ان ڏس ۾ هن جو ڪتاب 'سنڌي ٻولي' (1964ع) ۽ History of Sindhi Language (2015) خاص ذڪر جوڳا آهن. هن معاملي ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا جو نالو به ڪٿي سگهجي ٿو ليڪن سنڌ جي هن قديم ترين اتهاس واري دور ۾، عطا محمد ڀنڀري جي غير معمولي دلچسپي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. سنڌو لکتن جي متعلق هن جهوني اسڪالر جان اي. مڇين جي آر. هنٽر ۽ ايس. آر. رائو جي ڪتابن جا سنڌي ترجما ڪيا، جي جدا جدا ادارن ڇپرايا آهن. ان ڪانسواءِ ڀنڀري صاحب سنڌو لکتن کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ جي پنهنجي جستجو به ڪئي آهي. ان ڏس ۾ سندس به ڪتاب (هڪ سنڌي، ٻيو انگريزي) به ڇپيا آهن. تازو ڊاڪٽر فهميده حسين جو هڪ ڪتاب 'سنڌو لکت: ايڪيهين صديءَ ۾ ٿيل نئين تحقيق' (2012ع) ڇپيو آهي.

هي سوال به اهم آهي ته، دنيا جي هي عاليشان تهذيب ڪيئن ختم ٿي؟ ان متعلق به جدا جدا جواب پيش ڪيا ويا آهن. هڪ راءِ موجب شديد زلزلي سبب هتي زبردست بربادي آئي. ٻي راءِ آهي ته موسمي تبديلين، شديد بارشن ۽ سيلابن سڀ ڪجهه ختم ڪري ڇڏيو ٽين راءِ موجب بيروني حملي آورن جي ڪاهن ۾ سنڌو تهذيب جا ماڳ اجڙي ويا. ليڪن سنڌو تهذيبن جي پڄاڻي ۽ خاتمي بابت به، سنڌو لکت وانگر قطعي راءِ نه ٿي ڏئي سگهجي. سنڌو ماٿر جي عظيم تهذيب واري عرصي ۾ ڪير حاڪم هو يا بادشاهه، ان متعلق به اڃا ڪجهه معلوم ڪونهي. البت هي يقين آهي ته ايڏي شاندار تهذيب، منظم شهري رٿابندي ۽ سنڌو ماٿر جا بين الاقوامي تجارتي ۽ واپاري مرڪزن سان لاڳاپا، ڪنهن به پختي سياسي نظام کان سواءِ ممڪن نه ٿا ٿي سگهن. ليمبرڪ ان پسمنظر ۾ ان دور جي جوڙجڪ کي 'سنڌو سلطنت' (Indus Empire) جي تناظر ۾ ڏسي ٿو. ان جي تائيد ايس. آر. رائو به پنهنجي مطالعن ۾ ڪئي آهي.

### (2) قديم سنڌ جي تاريخ وارو دور:

هي زمانو 1500 ق. م ڌاري، سنڌو ماٿر جي تهذيبن جي زماني جي خاتمي تي شروع ٿيو. راءِ گهراڻي ۽ برهمڻ گهراڻي جي دور جي خاتمي سان قديم دور جو خاتمو 712ع ۾ تڏهن ٿيو، جڏهن عرب ڪمانڊر محمد بن قاسم، سنڌ کي فتح ڪري باقي اسلامي دنيا سان ملائي ڇڏيو. قديم سنڌ جي تاريخ وارو زمانو 22 (ٻاويهن) صدين تي مشتمل آهي. ان عرصي ۾ سنڌ جي سرزمين ڪيئي لاهه چاڙهه ڏٺا. هتي سناتن ڌرم (هندو ڌرم)، جين مت ۽ ٻڌمت جي واڌ ويجهه ٿي ۽ ڌرمي ڪتاب ويد، پراڻ وغيره پڻ هن علائقي ۾ لکيا ويا. ٻاويهن صدين ۾ ڏيهي توڙي پرڏيهي خاندانن، سنڌ تي حڪومتون ڪيون. هن عرصي جي تحريري تاريخ گهٽ ملي ٿي، اُن ڪري ماهرن مختلف ذريعن، جهڙوڪ: ايران ۽ هندستان جي تاريخ بابت قديم ماخذن: ويدن جي مطالعي، مهاڀارت جي نسخن، پراڻين روايتن، قديم آثارن توڙي جدا جدا ماڳن تان مليل سڪن جي آڌار تي، 'قديم سنڌ جي تاريخ' جو خاڪو جوڙيو آهي. البت آخري ٻن دورن: راءِ خاندان ۽ برهمڻ دورن جي تاريخ لاءِ، واحد تحريري رڪارڊ فتح نامه سنڌ عرف 'چچ نامه' جي صورت ۾ ملي ٿو جيتوڻيڪ هي ڪتاب پوءِ جي دورن ۾ لکيو ويو ۽ بعد ۾ ان جا ترجما ٿيا. ان ڪري ڪي مؤرخ ان ۾ ڏنل مواد کي مشڪوڪ قرار ڏين ٿا. تڏهن به سنڌ جي آخري ٻن سنڌي خاندانن جي دور جي اڀياس ۾ 'چچ نامه' جي گهڻي اهميت آهي. هن وضاحت کانپوءِ 'قديم سنڌ جي تاريخ' جو سلسليوار مطالعو پيش ڪجي ٿو.

**سنڌ جي قديم روايتي تاريخ:**

هي دور اٽڪل روءِ هڪ هزار سالن تي محيط آهي. ڪجهه عالمن هن دور کي ’سنڌ جي اتهاس جو اونداهو دور‘ به سڏيو آهي، ڇو ته ان بابت تمام گهٽ ڄاڻ ملي ٿي. سنڌو تهذيب جي خاتمي يعني 1500 ق. م کان هي دور شروع ٿيو ان جو خاتمو تڏهن ٿيو جڏهن 519 ق. م ۾، ايران جي هخامنشي بادشاهن حملو ڪري سنڌو ماٿر کي پنهنجو پرڳڻو بنايو. هڪ هزار سالن ۾ گهڻو ڪجهه ٿيو هوندو، ليڪن اسان وٽ ان جي گهٽ ڄاڻ آهي.

مليل مختصر معلومات موجب، سنڌو ماٿر ۾ ٻه طاقتور قبيلا جٽ ۽ مَيد رهندا هئا، جيڪي پاڻ ۾ وڙهندا رهندا هئا. آخرڪار ٻنهي قبيلن امن لاءِ راجا داجوشن (دريوڌن) پٽ ڌرت (ڌرتراشٽر) ڏانهن واجهايو. دريوڌن پنهنجي ڀيڻ داسل (دهشلا) کي، جيڪا هڪ طاقتور بادشاهه راجا جئدرت جي زال هئي، هن ڪم لاءِ نامزد ڪيو. دهشلا هونئن ته سنڌ ملڪ جي واڪاڻ ڪئي آهي، پر پاءَ کي ڏکيو خط موڪلائين ته، هتي ڌرمي علم ۽ ڄاڻ وارا ماڻهو ڪي ورلي آهن. ان ڏس ۾ اوهان منهنجي مدد ڪريو دريوڌن هندستان جي سنڌ سان ملندڙ علائقن مان ٽيهه هزار عالم سنڌ موڪلي ڏنا. ان ريت اندازو ٿئي ٿو ته سنڌ ڪجهه دير سان برهمڻڪي مذهب سان آشنا ٿي. راڻيءَ جو تختگاهه اسڪلنده هو جتن ۽ ميدن کي پنهنجن علائقن ۾، گورنرن جي ماتحت رهڻ جو پابند ڪيو ويو روايتن موجب ڪي ويهه سال جئدرت ۽ دهشلا سنڌ تي حڪومت ڪئي ۽ پوءِ ملڪ سنڌن هٿن مان نڪري ويو.

راجا جئدرت سان هڪ واقعو به منسوب آهي، پر ان ۾ داستان گوئيءَ جو رنگ پريل آهي. سنڌو لوڪن جو بادشاهه جئدرت، جنهن کي ’سنڌو ۽ سؤوير جو راجا‘ پڻ سڏيو ويو آهي. ان راڻي دروپديءَ کي گهر ۾ اڪيلو ڏسي پڇايو هو ڪتابن ۾ دروپديءَ جي سونهن جي ڏاڍي تعريف ٿي آهي. پانڊون کي اطلاع مليو ۽ هو جئدرت کي هٿ ڪرڻ ۽ دروپديءَ جي بازيابيءَ لاءِ سرگرم ٿي ويا. سخت جنگ ٿي، جنهن ۾ جئدرت هارايو مهاڀارت جي جنگ ۾ جئدرت ۽ دريوڌن گڏ هئا. جڏهن دروپدي اغوا ٿي هئي، تڏهن هن جئدرت کي پانڊون جي پلاند کان ڊيڄاريو هو هنن جي وچ ۾ ٿيل ڳالهه ٻولهه ۾ ڪيئي دلچسپ نڪتا نروار ٿين ٿا. جئدرت ڪيس چيو ته ’او ڪرشنا‘ (دروپديءَ جو ٻيو نالو)، اسان به پيدائشي طور اعليٰ ذات جي سترهن قبيلن مان آهيون. ان کان سواءِ اسان ڇهن شاهي خوبين سان به نوازيل آهيون، ان ڪري اسان پانڊون کي نيچ سمجهي، انهن کان نفرت ڪريون ٿا. ’سيوي، سووير ۽ سنڌو‘ قبيلن جي جوڌن کي، جئدرت جي فوج ۾ ڪلهو ملائي، ان لڙائيءَ ۾ وڙهندي بيان ڪيو ويو آهي، جيڪا تڏهن شروع ٿي، جڏهن پانڊون ان کي رستي ۾ اچي روڪيو ان مهل جئدرت جي رَٿ جي چوڌاري پنج سؤ جابلو بهادرن جو محافظ دستو موجود هو ان ريت ڏسجي ٿو ته جئدرت هڪ طاقتور بادشاهه هو جنهن فتوحات ذريعي پنهنجن ملڪي حدن کي وڌايو هو.

سنڌ جي قديم تاريخ جو سائنسي انداز سان، ٻهريون خاڪو تيار ڪندڙ ايڇ. ٽي. لئمبرڪ، مهاڀارت جي عظيم جنگ ۾ ’جئدرت‘ جي ڪردار کي وڏي اهميت ڏئي ٿو *(حوالو: سنڌ- مسلمانن جي فتح کان اڳ)* هو لکي ٿو ته هن هڪ هزار سالن جي اونداهي دور ۾، جو ڪجهه مواد، اسان کي ملي ٿو ان کي تسليم ڪرڻ گهرجي. جيتوڻيڪ ان ۾ ڪي قدر افسانوي رنگ پڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ڪي تاريخدان موهن جي دڙي جي زوال ڪانپوءِ واري عرصي کي ’ويدڪ يا آريائي دور‘ سڏين ٿا. ان زماني ۾ سنڌوءَ ڪناري ڌرمي ڪتاب تيار ٿيا، جن کي ’ويد‘ سڏيو وڃي ٿو: رگ ويد، يجر ويد، سام ويد ۽ اٿرويد. ويدن کي الهامي ڪتاب طور تسليم ڪيو وڃي ٿو ڌرمي ڪتابن جي ٻئي طبقي کي ’سمرتي‘ سڏيو وڃي ٿو هن طبقي ۾ لکيل ڪتاب: مهاڀارت، رامائڻ، منو سمرتي ۽ ڀاڳوت گيتا شمار ٿين ٿا. ان کان سواءِ آريائي ادبيات جي ٽئين حصي کي ’سوتر‘ سڏيو ويو آهي، جنهن ۾ شروت سوتر، ڌرم سوتر ۽ پراڻ شامل آهن. هنن ڪتابن ذريعي نه رڳو قديم هند ۽ سنڌ جي تاريخ بابت ڪي اهڃاڻ ملن ٿا، پر انهن جي مطالعي سان ان دور جي ڌرمي ۽ معاشرتي صورتحال سمجهڻ به مشڪل آهي. هندن جي مذهبي ڪتابن جي تشريح ’منو شاستر‘ 900 ق. م ڌاري ڪئي. منو سمرتيءَ جي سخت گير قاعدن جي ڪري، ننڍي ڪنڊ ۾ بي آرامي ۽ عوامي زندگيءَ ۾ ابتري پيدا ٿي. ان پسمنظر ۾ ’مهاوير وردمان‘ (600 - 528 ق. م) پيدا ٿيو. مهاوير، هندو يا آريائي ڌرم جي اصلاح ڪندي، ’منو شاستر‘ جي تشريحي قانونن خلاف بغاوت ڪئي. بعد ۾ مهاوير جي نظرين ۽ عقيدن ’جين ڌرم‘ جو روپ ورتو. سنڌ جي پارڪر ۽ ٿرواري خطي تي جين ڌرم جا وڏا اثر پيا، جتي اڄ به جين مندر موجود آهي. ان ڪانپوءِ مهاتما گوتم ٻڌ (560 ق. م- 480 ق. م)، مذهبي سڌارن جو پرچار ڪيو ۽ منو شاستر جي قاعدن کي رد ڪيو. گوتم جي مت اڳتي هلي ٻڌ ڌرم جي صورت اختيار ڪئي. هن ڌرم جو ورثو ۽ تعليمات پالي ٻوليءَ ۾ لکيو ويو. جڏهن ته آريائي ادب ’سنسڪرت‘ ۾ تيار ٿيو اهڙي ادب کي 1757ع ۾ بنگال تي قبضي ڪانپوءِ، انگريز عالمن ايپاس هيٽ آندو ۽ ان جا انگريزيءَ ۾ ترجما ڪيا. سنڌ تي ٻڌمت جو تمام گهڻو اثر رهيو ۽ اهو صدين تائين هلندو رهيو. *(تاريخ تمدن سنڌ، باب ٻيو، باب ٽيون)*

سنڌ جي قديم روايتي تاريخ جي دور جي آخر ڌاري (ق. م چار صديون اڳ)، اسان کي سنڌ ۾ ’ايراني مداخلت‘ جو پڻ ڏس پوي ٿو. ڪياني بادشاهه گستاسپ جي زندگيءَ ۾ ئي، هن جي پوٽي بهمن حملو ڪري، سنڌ ملڪ تي قبضو ڪيو. اتي هڪ شهر ’بهمن آباد‘ جو بنياد رکيائين ۽ پڻ زردتشت جي دين کي متعارف ڪرايو اُن جا آثار رنيڪوٽ، برهمڻ آباد ۽ ڀنڀور ۾ ملن ٿا. ڪجهه وقت پوءِ اتر اولهه هندستان جي حاڪم ڪفند بادشاهه، سنڌ تي حملو ڪيو ۽ ايراني فتوحات کي پنهنجي قبضي ۾ آندو. هن زردتشتي دين جي آتشڪدن کي ختم ڪري، ٻتن جي پوڄا لاءِ مندر جوڙايا. ان طرح سنڌ تي ٿيل

اوائلي ايراني قبضن ۾ اڻن کي ختم ڪرڻ ۾ پوري مدد ملي (*واقعات لاءِ ڏسو: سنڌ مسلمانن جي فتح کان اڳ، ايڇ. ٽي. لئمبرڪ*)، پوءِ جي دور ۾ جڏهن برهمڻ سنڌ تي ڇانئجي ويا، تڏهن 'بهمن آباد' شهر جو نالو تبديل ڪري، 'برهمڻ آباد' رکيو ويو. عرب فتوحات وقت (712ع) هتي هڪ زبردست قلعو پڻ موجود هو.

## ايران جي هخامنشي بادشاهن جو حملو:

ايران جي قديم تاريخ به سنڌ وانگر روايتي ۽ نيم تاريخي واقعن سان شروع ٿئي ٿي. ليڪن هخامنشي دور کان ايران جي مستند تاريخ جي ابتدا ٿئي ٿي. قديم ڪتبن جي دريافت، ايراني ڪتائن ۾ يوناني لکتن جي آثار تي پرسي سائڪس، هخامنشي بادشاهن جي تاريخ کي سهَّلتا سان پيش ڪيو آهي. (*'هسٽري آف پرشيا'، لنڊن، 1951ع، جلد اول*) هن شاهي خاندان هڪ اندازي مطابق 500 ق. م کان 330 ق. م تائين، ايران، عراق ۾ مرڪزي ايشيا جي ڪجھ حصن کان وٺي سنڌو ماٿر جي وسيع علائقن تائين حڪومت ڪئي. هخامنش نالي هڪ شخص هن بادشاهت جو بنياد رکيو ان ڪري اهي هخامنشي خاندان جي نالي سان مشهور ٿيا. سائيڪس نالي مؤرخ هن گهراڻي جي ڏهن بادشاهن جي زماني جو تعين ڪندي، انهن جي حاصلات کي بيان ڪيو آهي. مقبول بيگ بدخشانيءَ پڻ ان جي تحقيق کي قبول ڪندي پنهنجو ڪتاب تيار ڪيو. (*تاريخ ايران، ٻه جلد، اردو*)

دارا اول (اعظم) جو دور ايراني تاريخ ۾ خاص اهميت رکي ٿو هو ايران جو هڪ نامور بادشاهه ٿي گذريو آهي. ان دور ۾ پهريون ڀيرو اهل ايران سنڌ کي فتح ڪري پنهنجي شهنشاهت جو هڪ پرڳڻو بنايو. حقيقت ۾ سنڌ جي تاريخ جو هي پهريون واقعو آهي، جيڪو اسان کي تحريري صورت ۾ مليو آهي. دارا اولِ جي دور ۾ 'اسڪائيلئڪس' نالي سندس يوناني اميرالبحر کي سنڌو ماٿري فتح ڪرڻ جو حڪم مليو هو. هي واقعو 518 ق. م يا 519 ق. م ڌاري پيش آيو. خاطريءَ سان لکي سگهجي ٿو ته هن مهم لاءِ 'اسڪائيلئڪس' خيبرلڪ لنگهي، سنڌو ماٿريءَ ۾ قدم رکيو.

هيروڊوٽس جي آثار تي ڊاڪٽر لئمبرڪ، هن فتح لاءِ لکيو آهي ته، 'سنڌين' (هندستانين) کي 'اسڪائيلئڪس' جي انهيءَ مشهور درياهي سفر کانپوءِ تسلط هيٺ آندو ويو هو جنهن ۾ هو سنڌونديءَ رستي سمنڊ تائين پهچي، ايران ۾ عربستان جي ڪنارن کان مصر وڃي پهتو هو پر هن ڳالهه جو وڏيڪ امڪان آهي ته اهو سفر گهٽ ۾ گهٽ ڪري سنڌوءَ جي هيٺين علائقي جي فتح سان گڏوگڏ يا ان کانپوءِ اختيار ڪيو ويو هو ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن اهو بيان درست آهي ته اسڪائيلئڪس کي سنڌونديءَ رستي سمنڊ تائين پهچڻ ۾ تيرهن مهينا لڳي ويا هئا، ته پوءِ اهو قياس ڪري سگهجي ٿو ته هن کي زمين تي گڏوگڏ پيش قدمي ڪندڙ بري فوجي دستن جي مدد ۾ پناهه بلڪل انهيءَ نموني ميسر هوندي، جهڙيءَ طرح بعد ۾ سڪندر جي فتح وقت ٿيو هو" (*سنڌ: مسلمانن جي فتح کان اڳ، ص: 132*)

اسڪائيلئڪس جي هن مهم جي نتيجي ۾، سنڌو ماٿر جو هيليون علائقو يا ائين چئجي ته موجوده سنڌ ۾ پنجاب جا اڪثر علائقا ايراني حڪومت جي ماتحت اچي ويا. اهڙو ذڪر هڪ ڪتبي ۾ پڻ موجود آهي، جو 515 ق. م کان ڪجھ وقت اڳ ۾ لکيو ويو هو ايراني ۾ يوناني لکتن جي آثار تي اهو معلوم ٿئي ٿو ته، فاتحن کي اوپر ۾ ٽر ۾ پٽن جي حالتن جي پروڙ هئي. ان علائقي کي پوءِ هندستان سڏيو ويو معاصر ذريعن موجب ان وقت جي ايراني ماتحت علائقن جي پيٽ ۾ هند (سنڌ) جي آمدني ۾ آدمشماري ڪافي حد تائين وڏيڪ هئي.

ليمبرڪ يوناني لکتن جي آثار تي ثابت ڪيو آهي ته، هندستاني (سنڌي) سون جي ٻُوري جا 360 'ٽئلينٽ' ڏن طور موڪليندا هئا، جيڪي لڳ ڀڳ ڏهن لکن پائونڊن (ان وقت موجب ٻن ڪروڙ روپين) جي برابر ٿين ٿا. ايراني شهنشاهت پاران پرڳڻن کان ملندڙ ڏل جو سنڌ ملڪ مان ٿيون حصو وصول ڪيو ويندو هو.

ان ريت هن خطي (سنڌو ماٿر) جي وسيع ڦهليل زراعت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. ان وقت ٻين علائقن جي پيٽ ۾ هتي عوامي آبادي به ڪثرت سان هئي. (*سنڌ: مسلمانن جي فتح کان اڳ، ص: 133- 134*)

دارا 481 ق. م ۾ فوت ٿيو. هن جي قبر 'نقش رستم' تي ٽن هندستاني قومن جا نمائندا نظر اچن ٿا. سندن جسم تي پوشاڪ طور ڌوتي، پٽڪو ۽ تلوار لٽڪيل ڏسجي ٿي. خسرو جي دور ۾ جڏهن ايراني لشڪر يونان تي حملو ڪيو هو، تڏهن ان ۾ سنڌي سپاهي به شامل هئا. هيروڊوٽس موجب انهيءَ دستي ۾ موجود پيادل سپاهين کي سوٽي ڪپڙا پهريل هئا. وٽن بيد جا تير ۽ ڪمانون هيون، جن مان تيرن جي مُنهن ۾ لوهه جون ڇهنبدار نوڪون لڳل هيون. گهوڙي سوار فوج کان سواءِ وٽن رَٿ به هئا، جن کي گهوڙا ۽ جهنگلي گڏهه ڇِڪي رهيا هئا." (*ليمبرڪ، ص: 134*)




پهريون عظيم تاريخدان هيروڊوٽس تمام گهڻو گهميو. کيس هندستان جي هجڻ جي خبر هئي، پر ان جي شڪل بابت خبر نه هئس. کيس چين بابت ڄاڻ نه هئي. نقشي جي ڏکڻ اڀرندي ڀڄڙيءَ تي سنڌو درياهه ايريٿرائي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندي ڏيکاريل آهي. ٽيڪن وارو حصو سنڌ ڄاڻائي ٿو.

سنڌ تي سڪندراعظم جي ڪاهه

جيتوٽيڪ ليمبرڪ، ايراني ڪتبن ۽ يوناني تحريرن جي آڌار تي، سنڌ تي دارا جي حملي جي حوالي سان ڪارائتو مواد ڇڏيو آهي. پر پوءِ به هخامنشي دور جي پڇاڙيءَ تائين، سنڌ جو ملڪ ايران سان مڪمل وفادار رهيو هجي، ان متعلق سندس راءِ ڪافي تحقيق طلب ڏسجي ٿي.

**سنڌ تي سڪندراعظم جي ڪاهه:**

يونان جو وڏو بادشاهه سڪندراعظم، سن 325-326 ق. م ڌاري سنڌو ماٿريءَ تي پنهنجي سرڪاهي آيو. مليل معلومات موجب ان وقت سنڌو ماٿر جو علائقو، ايراني بالادستي ختم ڪري وڏيءَ حد تائين آزاد ٿي چڪو هو. سڪندر جي پيءُ فلپ (336- 359 ق. م) جي تاريخ ۾ گهٽي ساک هئي. هن وڏيءَ جدوجهد سان يونان جي مختلف حصن کي ايڪي ۾ آندو هو. ڪٿي جنگ ته ڪٿي صلح سان هن کي وڏي سوڀ حاصل ٿي هئي. فتوحات کانپوءِ هن جشن جي محفل ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو. اهڙيءَ هڪ محفل ۾ فلپ 336 ق. م ۾ قتل ٿي ويو.

ڪي لکندڙ نوجوان سڪندر تي پنهنجي پيءُ جي قتل جو الزام هڻن ٿا، جيڪا ڳالهه درست ڪانهي. اصل ۾ فلپ ۽ سڪندر جي ماءُ جا پاڻ ۾ اختلاف هئا، ان ڪري فلپ هڪ نوجوان حسين ڇوڪري قلوپطره سان شادي ڪئي. سندس قتل جو ڪارڻ اها شادي چئي وڃي ٿي.

سڪندر 336 ق. م ۾ يونان جو بادشاهه بڻيو. ان وقت هن جي عمر ويهه سال هئي. دنيا جي تاريخ ۾ اڳتي هلي سڪندراعظم جي نالي يا لقب سان مشهور ٿيو. ابتدا ۾ هن يونان ۾ ٿيل بغاوتن کي ڪچلڻ ۾ پنهنجو پورو توجهه ڏنو. يونان ۾ ڪامياب ٿي، هن هخامنشي علائقن تي قبضي ڪرڻ ۽ فتوحات جي تياري ڪئي. ان وقت ايران ۾ دارا (هخامنشي) ٽيون تاجدار هو. دارا جي ڪوشش هئي ته سڪندر يونان جي بغاوتن ۾ ئي مصروف رهي. پر سڪندر سمورين ڏکيائين تي قابو پاتو ۽ پوءِ 334 ق. م ڌاري يورپ (يونان) کي ڇڏي ايشيا (ايران) ۾ عظيم لشڪر سان داخل ٿي ويو گرانيڪ درياهه جي ڪناري تي ايراني ۽ يوناني لشڪر پهريون ڀيرو هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ٿيا. هيءَ لڙائي 333 ق. م ۾ ٿي گذري. هن جنگ ۾ هڪ لک ايراني سپاهي مارجي ويا. ايران جو شهنشاهه ساهه بچائڻ لاءِ پٺي نڪتو ڪروڙن جي ملڪيت جو نقصان ٿيو. دارا جي راڻي ۽ ٻه شهزاديون، فاتح اعظم جي آڏو پيش ڪيون ويون. سڪندر انهن جي عزت ۽ آبرو لاءِ تاڪيدي حڪم جاري ڪيا ۽ هڪ محافظ دستو به سندن حفاظت لاءِ مقرر ڪيو.

ان بعد فتح ڪيل علائقن جي بندوبست کان پوءِ سڪندراعظم، شام، فنيقيا ۽ صور طرف پيش قدمي ڪئي. دارا اڃا به جنگ جي تياريءَ ۾ هو. اربيلا جي ماڳ تي 331 ق. م ۾، ٻئي طاقتون هڪ ٻئي جي سامهون ٿيون. ان زبردست جنگ ۾ وري به دارا هارايو ۽ ميدان ڇڏي ڀڄي ويو. اربيلا کان دارا ميديا طرف روانو ٿيو، تڏهن هن سان ڇهه هزار سوار ۽ ٽي هزار پيادا گڏ هئا. هن معرڪي کانپوءِ سڪندر باب، شوش، تخت جمشيد، بازارگد ۽ همدان کي فتح ڪيو. سڪندراعظم 'ري' پهتو، جتي ڪيس دارا جي موجودگيءَ جو اطلاع مليو. 'ري' ۾ دارا کي بلخ جي حاڪم بسوس ۽ ٻين مقامي طاقتن گرفتار ڪيو. سڪندر جيسين دارا تائين پهچي، ان کان اڳ بسوس دارا کي قتل ڪرائي ڇڏيو. هي واقعو جولاءِ 330 ق. م جو آهي. ان ريت ايران ۾ هخامنشي دور جي پڇاڙي ٿي. دارا جو لاش رٿ تي پيل هو ۽ هن جي اردگرد ڪير به نه هو. سڪندر کي هن صورتحال ۾ ڏاڍي تڪليف پهتي. سڪندر جي حڪم سان دارا جو ڪفن دفن شاهي رسمن موجب ٿيو.



ايران کي قبضي ۾ ڪرڻ کانپوءِ سڪندراعظم کي سنڌو ماٿري فتح ڪرڻ جو خيال آيو. اهو ان ڪري به ته هن عظيم فاتح کي خبر هئي ته ڪجهه وقت لاءِ، سنڌ ۽ پنجاب هخامنشي حاڪميت جي سايي ۾ رهي چڪا هئا. ان ڪري اتي پهچڻ ۽ سنڌو ماٿر کي فتح ڪرڻ ضروري سمجهيو ويو. سر پرسي سائيڪس' پنهنجي تحقيق ۾ ايرانين جي زوال ۽ فاتح سڪندراعظم جي ڪاميابين کي تفصيل سان بيان ڪيو آهي. *(هسٽري آف پرشيا، جلد 1، لنڊ، 1951ع)*

ايران جي مُهمن ۽ انتظام بعد سڪندراعظم هڪ لک ويهه هزار فوج سان، هندوڪش جبل کي پار ڪري، موجوده قنڌار (سڪندريه) پهتو. هتان کان نڪاتا پهتو. اتي جي حاڪم ٽيڪسيلڪس سنڌس اطاعت ۽ خير مقدم ڪيو. ڪجهه آرام کان پوءِ سڪندر پنهنجي سپهه سالار هيپاسچن جي قيادت ۾، هڪ وڏي لشڪر کي خيبر لڪ طرف روانو ڪيو. سڪندراعظم پاڻ سوات جي رستي کان پشاور جو رخ ڪيو. رستي ۾ اڪثر مقامي قبائلين جون هن سان لڙايون ٿيون. جنهن ۾ سڪندر کي گهڻو نقصان ٿيو. خود هن کي به ڪنڌ ۽ ڪلهن ۾ ڌڪ لڳا. ان هوندي به يوناني فتح مند ٿي اڳتي وڌندا رهيا. هيپاسچن لشڪر وٺي اٽڪ پهتو ۽ سڪندر جي اڳتي وڌڻ لاءِ سنڌو درياهه تي ٻيڙين جي پل تعمير ڪرايائين. سڪندر اٽڪ پهتو ته ٽيڪسيلڪس ست سؤ سوار فوج سان هن جي آجيان ڪئي. هن سون چانديءَ جا ٿيلها، هاٿي، ڍڳا ۽ رڍون، پنهنجن سوارن ذريعي سڪندراعظم کي پيش ڪيون. ان کان سواءِ ٽيڪسيلا جو شهر، جيڪو ان وقت خطي جو اهم ماڳ سمجهيو ويندو هو. ان جو انتظام به يوناني حاڪمن جي هٿن ۾ ڏنو. ٽيڪسيلا جا آثار هن وقت اٽڪ ۽ راولپنڊيءَ جي وچ ۾ موجود آهن. هتي ڪنهن دور ۾ تمام وڏي درسگاهه 'تڪششلا' جي نالي سان قائم هئي، جتان پاڻيٽيءَ سميت ڪيترا عالم پڙهي نڪتا. هي شهر ٻڌمت وارن جو به اهم مرڪز رهيو هو. هن وقت هي شهر دنيا جي سياحن جو هڪ اهم مرڪز آهي. سڪندر ٽيڪسيلا پهتو ته سنڌس شاندار آجيان ڪئي وئي.

مؤرخ مقبول بيگ بدخشاني، هن واقعي کانپوءِ سڪندر ۽ پنجاب جي حاڪم راجا پورس ۾ جنگين جو ڪجهه قدر تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي. *(تاريخ ايران، جلد اول، ص: 177-180، اردو)* سڪندر، ٽيڪسيلا جي بندوبست کي ٺيڪ ڪري، ان وقت جي پنجاب جي مضبوط حاڪم راجا پورس جو پيڇو ڪيو. ٻنهي حاڪمن جو لشڪر جهلم درياهه جي ڪنارن تي پهچي چڪو هو. پورس جي لشڪر ۾ هاٿين جو وڏو انگ هو جو يوناني گهوڙي سوار جٿن لاءِ نئين للڪار هئي. ان کان سواءِ جهلم ۾ ٻوڏ سبب گهڻو پاڻي هو. هيءَ هڪ ٻي مشڪلات هئي. چون ٿا ته مشڪل ترين وقت ۾ سڪندر جو ذهن گهڻو ڪم ڪندو هو. حالتن کي سمجهي هن فوج کي جهلم جي ڪناري کان ڪافي دور وٺي وڃي، پورس کي دوکو ڏئي، ٻيڙين جي پل ٺهرائي، هٿي پاسي ٽپڻ جو بندوبست ڪيو. جاسوسن پورس کي سڄي ماجرا کان واقف ڪيو. هن هڪدم ٻه هزار فوجي لشڪر سان پنهنجي پٽ کي سڪندر سان ويڙهه لاءِ موڪليو. مختصر جنگ ۾ پنجاب جو لشڪر شڪست کائي ويو ۽ راجا پورس جو پٽ مارجي ويو. ان کانپوءِ چاليانوالہ جي ماڳ تي 326 ق. م ۾ پورس ۽ سڪندر ۾ زبردست لڙائي لڳي. سڪندر جي فوجي چال سوڀاري ٿي. سامهون اچڻ بجاءِ هن پنهنجي فوج کي ڪاهي طرف کان حملي جو حڪم ڏنو. ان ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته پورس جو لشڪر بي جگريءَ سان وڙهيو پر هڪ ته سڪندر جي جنگي حڪمت عملي اهل پنجاب جي سمجهه ۾ نه آئي، ٻيو ته زوردار جنگ دوران پورس جي لشڪر ۾ شامل هاٿي به پنهنجي فوج لاءِ مصيبت بنجي ويا. جنگ هلندي هاٿين جو وڏو تعداد پوئتي موٽندي پورس جي لشڪر ۾ ڪاهي پيو. ان ڪري هن جي فوج جو وڏو نقصان ٿيو. جيسين پورس سان فوجين سات ڏنو، ايسين تائين پورس وڙهندو رهيو. آخرڪار مجبور ٿي هن شڪست تسليم ڪئي ۽ پوءِ راجا پورس گرفتار ٿي ويو. ٻنهي حاڪمن جي گفتگو ٿي ته سڪندراعظم ڏاڍو مطمئن ٿيو ۽ خوش ٿي، راجا پورس جي آزاديءَ جو حڪم ڏيندي، کيس پنهنجي حڪومت واپس ڏنائين.

پورس جي مهم کانپوءِ سڪندراعظم چناب ۽ راويءَ کي عبور ڪيو. جتي جتي پهتو ٿي اتي يا ته ماڻهن سان وڙهي، انهن کي آڻ ٿي مڃايائين، يا وري هن جي بهادري، ڏاهپ ۽ جنگي هنر سبب ننڍن ننڍن سردارن يا حاڪمن ساڻس پنهنجي وفاداريءَ جو اعلان ٿي ڪيو. ان بعد سڪندر بياس نديءَ جي ڪنارن تي پهتو. ويڙهه ختم ڪندي پنهنجي سپاهه کي ڪجهه وقت آرام لاءِ ڏنائين. سڪندر جو ارادو هو ته هندستان تي حملو ڪجي، ليڪن سنڌس فوج وڙهي وڙهي ٿڪجي پئي هئي. ٻيو ته گهڻي وقت کان وطن کان دوريءَ واري احساس به کين مايوس ڪيو هو. لڳو ائين ٿي ته فوجي کُلم کُلا بغاوت ڪندا. ان پسمنظر ۾ ڪمانڊرن سڪندر کي سموري ماجرا کان واقف ڪيو. سڪندر کي خاطري ٿي ته فوجي وڌيڪ اڳتي نه هلندا ته هن واپسيءَ جو فيصلو ڪيو. فوجين اُن اعلان تي جشن ملهايا. فتحن جي ياد ۾ خيراتون (قربانيون) ڪيون ۽ سڪندر سان پنهنجي وفاداريءَ جو اعلان ڪيو. سڪندر ۽ سنڌس لشڪر، لاهور جي پرسان ڪنهن ماڳ تي راويءَ کي عبور ڪيو. پوءِ چناب ٽپي سنڌ جو رستو ورتو. هن سنڌو درياهه جي ڪناري پهچي اتي ڪجهه وقت قيام ڪيو. سڪندر بحري آرماڙ جي تياريءَ جو حڪم ڏنو ٻيڙيءَ ۾ اٺ هزار سپاهي سوار ٿيا ۽ امير البحر نيارڪس (نارچس) ٻيڙيءَ کي سنڌو درياهه سان ڪاهيندي، سمنڊ ۾ پهچايو. جو پوءِ اچي ايراني سامونڊي ڪناري سان لنگر انداز ٿيو. سڪندر پاڻ خشڪيءَ جي رستي سان ايران (مڪران کان) پهتو ۽ اتي پهچي ڪاميابيءَ جو وڏو جشن ملهايو. *(تاريخ ايران، ص: 179- 180)*

پروفيسر مقبول بيگ، جيتوڻيڪ ايران جي تاريخ جو هڪ وڏو عالم هو ليڪن افسوس ته هن سڪندر تي لکندي 'سنڌ واري باب' کي بنهه نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي.

مولائي شيدائيءَ موجب پورس جي معاملي حل ٿيڻ کان پوءِ سڪندراعظم ملتان پهتو، جتي جي 'راجا مالي' سان جنگ ڪندي، اُن کي شڪستِ ڏنائين. پوءِ هيٺ ايندي هن هڪ شهر جو بنياد رکيو، جنهن کي 'اسڪلنده' جو نالو مليو. هي شهر اڳتي هلي 'اُچ' سڏيو ويو. بعد ۾ سنڌونديءَ جي رستي پٽالا (نيرن ڪوٽ) پهتو، مينانگر (ٺٽي) جي يادوونسي 'راجا سامبس' (سامس) کي شڪست ڏيڻ کانپوءِ، سڪندر پيٿان کي پنهنجو نائب مقرر ڪيو. ان بعد سندس لشڪر جو گهڻو حصو سمنڊ جي رستي سان، ۽ سڪندر پاڻ ڪجهه لشڪر سان، مڪران کان ٿيندو ايران پهتو. *(جنت السنڌ، ص: 40- 41)*

هتي مولائي شيدائي پٽالا ۽ نيرن ڪوٽ کي لکيو آهي، جيڪو اصل ۾ الور/ روهڙي هو ۽ مينانگر (ٺٽو) نہ، پر سنڌيمن (سيوهڻ) هو، جتي جو حاڪم موسيڪانس هو.

هنن محققن جي پيٽ ۾ موجوده سنڌ ۾ سڪندر جي حوالي سان، ايڇ. ٽي. ليمبرڪ مفصّل ۽ معتبر صورتحال نروار ڪئي آهي. سندس تحقيق موجب سڪندر شروع ۾ ئي سنڌ کي درياهن جي سنگم کان وٺي سمنڊ تائين هڪ ماتحت پرڳڻي جي حيثيت ڏئي چڪو هو. ان لاءِ پيٿان پٽ اگينو کي وائسراءِ بہ مقرر ڪيو ويو هو.

ان وقت جي سنڌ جي سياسي صورتحال ڪجهه هن ريت هئي. سنڌ ۾ ڪي قبيلا/ حاڪم هن طرح حڪمران هئا: 'ميوسيڪانس' سنڌوءَ جي اوڀر ۾ موجوده سکر کان رحيم يار خان جي علائقي ۾ حاڪم هو. عام طرح هن جي سڃاڻپ ماڇي قبيلي/ قبيلن طور ڪئي ويندي آهي. درياهہ جي اوڀر ۾ هيٺينءَ سنڌ ۾ پٽالا جو علائقو هو. محققن جي راءِ ۾ اُن جو مرڪز برهمڻ آباد هو. هتي جو حاڪم موئيرس هو. درياهہ جي اولهہ ۾ موجوده لاڙڪاڻي ڊويزن جا اڪثر علائقا 'آڪسيڪانس' جي راڄ ۾ هئا. جڏهن تہ آڪسيڪانس جي ڏکڻ سمنڊ تائين وارا زميني علائقا، راجا 'سامبس' جي حڪومت ۾ هئا، جنهن جو مرڪز سنڌيمانا (سيوهڻ) هو. موجوده دور ۾ 'سامبس' کي سما قبيلي سان ڀيٽيو ويو آهي، يا وري ائين بہ چيو ويجي ٿو تہ، 'سامبس' سمن (سنڌي) قبيلن جو راڄ هو. محمد ابراهيم جويي، پنهنجي ڪتاب 'شاهہ، سچل، سامي: هڪ مطالعو' ۾ پڻ لکيو آهي تہ: "سامبس/ سمبس (سما قبيلي جي راڄڌاني 'سنڌيمن' (سيوهڻ) شهر هو، جتي فتح ڪانپوءَ، سڀ کان اول، سڪندر سمورن برهمڻن کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو، ڇو تہ هُن کي معلوم هو تہ انهن ئي ماڻهن کي مقابلي لاءِ اُڀاريو هو. *(ص: 37)*

سيوهڻ ۾ اڄ بہ هڪ قديم قلعي جا آثار موجود آهن، جنهن کي سڪندراعظم ڏانهن منسوب ڪيو ويجي ٿو. سنڌو درياهہ جي اولهہ جي جابلو علائقن کي ليمبرڪ 'اريبتي' سڏيو آهي. موجوده لس ٻيلي وارو علائقو بہ ان ۾ شامل ڏسجي ٿو. اڃا بہ اولهہ ۾ اوريٽائي هو جنهن کي مڪران سان ڀيٽيو ويجي ٿو.

'ميوسيڪانس' جو ملڪ وڏيڪ آباد ۽ گُتيل آباديءَ تي مشتمل هو. هي حاڪم سوڪڙين پاڪڙين سميت سڪندراعظم آڏو پيش پيو. سڪندر ڪيس پنهنجو علائقو حوالي ڪيو. [موسيڪانس لاءِ اها بہ راءِ ملي ٿي تہ هن کي سڪندر ڦاهي چاڙهايو هو.] 'آڪسيڪانس' (پورٽيڪانس) ۽ 'سامبس' جي حيثيت جو تعين ڪرڻ مشڪل آهي، البت اهو چيو ويجي ٿو تہ ان وقت ٻنهي ۾ جنگ هلندڙ هئي، پٽالا (پاتل) 'ميوسيڪانس' جي سرحدي حڪومت هئي، اها ڏسڻ ۾ تہ خودمختيار هئي. ان علائقي جي سياسي جوڙجڪ اسپارٽا (يونان جي هڪ پرڳڻي) جهڙي هئي. جيئن مٿي ذڪر ٿيو، هتي جي حاڪم جو نالو 'موئيرس' هو. صورتحال جي مدنظر 'سامبس'، سڪندر جي بالادستي قبول ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌيو، پر بادشاهہ جو 'ميوسيڪانس' سان سٺو ورتاءُ ڏسي 'سامبس' پوئتي هٽيو. ڇو تہ هنن ٻنهي مقامي حاڪمن جو پاڻ ۾ جهيڙو هلندڙ هو. اسان کي وڌيڪ هي معلوم ٿيو آهي تہ هڪ مرحلي تي، آڪسيڪانس (پورٽيڪانس) بغاوت جو فيصلو ڪيو. جنگ هلندي هن سڪندر ڏانهن ايلچي موڪليو، پر سڪندر جنگ کي جاري رکيو ۽ ان جنگ ۾ ئي 'آڪسيڪانس' قتل ٿي ويو. 'آڪسيڪانس' جي مارجڻ کانپوءِ، سڪندر 'سامبس' جي علائقي ۾ داخل ٿيو. ڪيئي ڳوٺ ۽ شهر سڪندر جي تابعداري قبول ڪندي پيش پيا. يونانين کي پڪ ٿي تہ هتان جا ماڻهو ڊنل آهن ۽ هاڻي سموري علائقي تي قبضو ڪرڻ آسان آهي. سڪندر 'سنڌيمانا' (سيوهڻ) پهتو تہ شهر وارن هن لاءِ قلعي جا دروازا کولي ڇڏيا. هن 'سامبس' جي فرار متعلق معلوم ڪيو تہ ڪيس ٻڌايو ويو تہ، 'ميوسيڪانس' ۽ سڪندر جي شروع واري ٺاهہ هن کي (سامبس) ائين ڪرڻ تي مجبور ڪيو. ڇو تہ ٻنهي ۾ دشمني هئي. خوف ۽ خاموشي ختم ٿي. 'سامبس' جي علائقي ۾ برهمڻن بغاوت ڪئي. اهو معلوم ڪري يوناني سخت پريشان ٿيا. سڪندر برهمڻن تي حملو ڪرائي. شهر کي ناس ڪيو ۽ قتل عام جو حڪم ڏنو، ڇو تہ سندس نظر ۾ برهمڻ ئي سندس اصل دشمن هئا، جن ماڻهن کي سڪندر سان ويڙهہ لاءِ اُڪسايو هو. نامور دانشور محمد ابراهيم جويو پڻ ان بابت رقمطراز آهي تہ، "ماسيڪانس (ماڇي؟) قبيلي جي شڪست کاڌل (راڻي) کي بادشاهہ (سڪندر) سندس ئي راڄڌانيءَ (الور) جي چؤنڪ تي اُتان جي سيني برهمڻن سان گڏ ڦاسيءَ تي چاڙهڻ جو حڪم ڏنو، ڇو تہ انهن ئي هن کي ائين مقابلي لاءِ آماده ڪيو هو." *(شاهہ، سچل، سامي- ص: 37)*

هن پسمنظر ۾ 'ميوسيڪانس' بہ بغاوت جو فيصلو ڪيو ۽ يونانين خلاف صف بندي شروع ڪري ڇڏي. سڪندر کي معلوم ٿيو تہ هن 'پيٿان' کي تيزيءَ سان موسيڪانس خلاف ڪارروائي ڪرڻ جو حڪم ڏنو سڪندر خود بہ 'ميوسيڪانس' ۽ 'آڪسيڪانس' جي علائقن ۾ ڪاهي پيو. شهرن جا شهر ۽ ڳوٺن جا ڳوٺ ناس ڪندي، مختلف علائقن ۾ مهم جوئي ڪندو رهيو. هن ٻنهي حاڪمن جي علائقن جي نئين سر حدبندي ڪئي. پيٿان ماراماريءَ کانپوءِ آخرڪار 'ميوسيڪانس' کي گرفتار ڪري، سڪندر جي حڪم تحت سندس ئي علائقي ۾ هن کي (ميوسيڪانس) ڦاسي ڏئي ڇڏي. برهمڻ سنڌ توڙي هند ۾ اعليٰ طبقي ۾ شمار ٿيندا هئا. جن سان وڙهڻ تہ پري، پر انهن کي

ڪوهڻ به نه لائيندو هو. ان ڪري سڪندراعظم حڪم ڏنو ته برهمڻن کي پوري طاقت سان چٿيو وڃي، ته جيئن ملڪ ۾ ڏهڪاءُ پکڙجي ۽ وڌيڪ بغاوتن کان بچي سگهجي. سنڌ جي ڏاکڻين علائقي يعني پٽالا جو حاڪم موئيرس، ڪنهن ماڳ تي سڪندراعظم کي اچي پيش پيو. هن کان سنڌو ڊيلٽا جي ڄاڻ ورتي وئي، جا يونانين کي سنڌ ڇڏڻ ۾ مددگار ثابت ٿي. هن کي تاڪيد ڪيو ويو ته پٽالا ۾ پهچڻ وقت، اسان (سڪندراعظم) جي مثالي استقبال جي تياري ڪئي وڃي.

ٿيو ائين ته برهمڻ محب وطنن، ڪجهه يونانين کي ماري وڌو. موئيرس انتقام جي ڊپ کان پنهنجو ملڪ ڇڏي جان بچائڻ لاءِ سنڌ جي اولهه طرف جبلن ڏانهن ڀڄي ويو. ان کانپوءِ سڪندراعظم اُربيتيءَ جي آزاد قبيلي جي ملڪ مان ٿيندو، اوريٽائي (مڪران) لوڪن جي علائقي ۾ پهتو ۽ پوءِ ايران ڏانهن هليو. سندس گهڻو لشڪر سمنڊ ذريعي سنڌ کان ايران پهتو (تفصيل لاءِ ڏسو: ايڇ. ٽي. لئمبرڪ، سنڌ مسلمانن جي فتح کان اڳ، باب پنجون). ڊاڪٽر نبي بخش لکيو آهي ته سڪندر کي سنڌ ۾ گهڻي مخالفت ڏسڻ ۾ آئي. هو سنڌ مان جتان به گذريو، اتان سندس فوج سان سخت مقابلو ڪيو ويو. *(حوالو: 'سنڌ جي فوجي مهارت'، دادا سنڌي- ص: 40-41)*

هتي سڪندر جي سنڌ ۾ شڪست جي حوالي سان ۽ سنڌين جي سورهيائيءَ بابت هي حوالو به تاريخ جي رڪارڊ تي اچڻ گهرجي. "هن مغرب جي پهرئين ڌاڙيل سان، سنڌين جون، طويل جنگيون ظاهر ڪن ٿيون ته، سنڌ اندر آزاديءَ لاءِ وڏو جوش هو. جيترو وقت سڪندر سنڌ ۾ رهيو، سڪون گهڙيءَ لاءِ نه مليس." *('تاريخ سنڌ'، ص: 302)*

ماڻڪ پٽاوالا پنهنجي تحقيق ۾ سنڌ تي سڪندراعظم جي حملن جي اثرن جو هن ريت جائزو ورتو آهي: هن سموري سنڌو ماٿر تي قبضو ڪيو، متانهين سنڌو ماٿر ۾ ٽن شهرن جو قيام، ۽ هيٺينءَ سنڌو ماٿر ۾ پٽالا جي تعمير ۽ ڪيترن ئي قديم شهرن جي تعمير، سنڌوءَ جي اولهه ۽ اوڀر وارن ڇيڙن تي ٻن نون بندرگاهن جي تعمير، ڪجهه وقت لاءِ اتر ۽ ڏکڻ سنڌو ماٿريءَ جو سياسي اتحاد، اولهه ۽ اوڀر ۾ ايراني نار ذريعي واپار جي واڌ ۽ ترقي، سِڪن، فن تعمير ۽ مجسمي سازيءَ جي يوناني طرز تي واڌويجهه ۽ پيٽان جي ماتحت هڪ ئي سنڌ پرڳڻي جو قيام. *(سنڌ جي تاريخي جاگرافي، انگريزي، ص: 67، سنڌالاجي: 1978ع)*

سڪندر سنڌ ۾ ڪيترو وقت رهيو ۽ فوجي ڪارروايون ڪيون، ان لاءِ مختلف رايا آهن. ڪي عالم ٻه سال چون ٿا. ڪن جي راءِ آهي ته هو وڌيڪ عرصو سنڌو ماٿر ۾ رهيو ايم. ايڇ. پنهور وڌيڪ باريڪ بينيءَ سان هن مهم جي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي. هن جي تحقيق موجب: سڪندر 326 ق. م آڪٽوبر ۾ ميوسيڪانس جي حد ۾ داخل ٿيو ۽ جون 323 ق. م ڌاري سنڌ کي ڇڏڻ جو فيصلو ڪيائين. هو 323 ق. م ۾ بائبلان (بابل) ۾ مري ويو. سڪندر جي فوجي مهم جي هاڪاري ۽ ناڪاري اثرات جا ڳچ پاسا آهن. هڪ ڳالهه ته ظاهري طور اُڀري اچي ٿي ته سندس حملي وقت سنڌ متعدد قبيلن يا رياستن طور هڪ آزاد علائقو هئي ۽ اتي ڪي به ايراني اثر نه هئا. ان جو مطلب ته دارا سنڌو ماٿر ۾ 18 مهينا رهيو ۽ پنهنجا ڪي نائب به مقرر ڪيا هئا. (26-325 ق. م)، پر يوناني حملي وقت سنڌو ماٿر جا باشندا ايراني ڳٽ ڳچيءَ مان ڪڍي آزاد ٿي چڪا هئا. توڙي جو هو پاڻ ۾ وڙهيل به هئا. سڪندر جي ٻه سال هتي رهڻ سان چڱي خاصي خون خرابي ٿي ۽ وڏي بربادي ٿي، پر پوءِ به يوناني حملي سان يورپ ۽ سنڌ جا تعلقات قائم ٿيا. ان ڏس ۾ پٽاوالا جي راءِ چڱو وزن رکي ٿي.

**سنڌ ۾ موريا خاندان:**

هندستان جي هن نامور حڪمران خاندان جو باني چندرگپت موريا هو. جنهن ٽيڪسيلا ۾ تعليم ورتي هئي. هن گهراڻي 322 ق. م کان 183 ق. م تائين مگڌ تي حڪومت ڪئي هئي، ۽ موريا سڏبا هئا. (جيئن ته سندس والده مور پاليندي هئي، ان ڪري هو 'موريا' سڏجڻ لڳو) چندرگپت 322 ق. م ڌاري مگڌ جي راجا سان بغاوت ڪري حڪومت ورتي. ان وقت مگڌ تي نندا خاندان پٽاليپترا (پٽنا) تان حڪم هلائي رهيو هو. مگڌ فتح ڪرڻ بعد چندرگپت موريا پنجاب ۽ سنڌ (سنڌو ماٿر) مان يوناني حاڪمن سان ويڙهه ڪري ڪين ڀڄائي، هڪ منظم ۽ مضبوط سلطنت جو بنياد وڌو. هن جي گاديءَ جو هنڌ پاٽلي پترا (پٽنه) هو ۽ سندس سلطنت مغرب ۾ هرات تائين پکڙيل هئي. سندس وڏو وزير چاڻڪيه هو. جيڪو سنڌ جو وڏو پنڊت، ماهر طب ۽ مشهور سياستدان هو. چندرگپت 322 ق. م کان 297 ق. م تائين حڪمران ٿي رهيو. چندرگپت کانپوءِ سندس پٽ بندوسار 298 کان 272 ق. م تائين حاڪم رهيو ۽ ان بعد هن جو پوٽو (چندرگپت) اشوڪا (اشوڪ اعظم)، سن 273 ق. م ڌاري مگڌ جي تخت تي ويٺو. اشوڪ ٻڌ ڌرم جو پَڪو پوئلڳ هو. هن افغانستان، سنڌ، سوات ۽ نيپال تائين جابجا پوڏي ڪتبا نصب ڪرايا، جيڪي اڄ سوڌو موجود آهن. *(جنت السنڌ، ص 46)*

232 ق. م تائين حڪومت ڪئي. يونانين جي شڪست ۽ موريا خاندان جي اڀار جو پسمنظر هن ريت آهي، جنهن تي ڊاڪٽر ليمبرڪ تفصيلي روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

سڪندر اعظم جي لشڪر جي اٿاريل ڌوڙ به، اڃا سنڌو ماٿر ۾ ماٺي نه ٿي هئي ته، هن خطي ۾ موجود مختلف تضادن اڀرڻ شروع ڪيو. يوناني ڪماندرن ۾ ڦيٽاڙو انتشار، سنڌي قبيلن ۾ بي آرامي، ۽ سنڌو ماٿر ۾ آباد ڪيل يونانين ۾ وطن واپسيءَ جي خواهش، سڪندر جي فتوحات جي اهميت کي گهٽائي ڇڏيو. ان صورت ۾ 'ٽيارڪس' (نيرڪس) هيڙا وئي، سنڌ مان ڀڄڻ تي مجبور ٿيو. ان کانپوءِ پيٽان کي فسادن روڪڻ جو ڪم سونپيو ويو. جڏهن ته ڏکڻ- اوڀر پنجاب ۾ خود يونانين ڪماندر فلپس کي قتل ڪيو. ان کان وڌيڪ هي ته جڏهن سن 323 ق. م ۾ سڪندر جي موت جي خبر پهتي هئي، تڏهن موجوده افغانستان کان عربي سمنڊ تائين، خوشي ۽ مايوسيءَ جي لهر ڊوڙي وئي.

اڳتي هلي راجا پورس جي مدد سان يونانين کي شڪست ڏئي چندرگپت مگڌ جو حاڪم بنجڻ ۾ ڪامياب ٿيو هو. ان ريت موريا خاندان جي راڄ جو پايو پيو هو. ان کانپوءِ چندرگپت سنڌو ماٿر طرف پيش قدمي ڪئي هئي. يونانين ۽ هندستانين ۾ جهڙپون ٿيون، پر ڪاميابي آخرڪار چندرگپت جي ٿي. يونانين جو ڳچ تعداد مارجي ويو. چندرگپت ۽




سيليوڪس (يوناني) ۾ صلح ٿيو ۽ پاڻ ۾ مٽي مائٽي به ڪيائون. ان طرح ايراني ۽ يوناني سياسي اثر ختم ٿيو. سنڌو ماٿري هندستان جي موريا خاندان جي راڄڌانيءَ ۾ اچي وئي. *(سنڌ مسلمانن جي فتح کان اڳ، باب پنجون)*

چندرگپت موريا جا نشان، سنڌ ۾ اڄ به مورو شهر، موريا ذات ۽ ميرپورخاص طرف 'چند موريي' جو ميلو ۽ مقام موجود آهن.

اشوڪ اعظم 273 ق.م ڌاري، موريا خاندان جو بادشاهه ٿيو. دنيا ۾ چند بادشاهه يا شهنشاهه ٿي گذريا آهن، جن کي اعظم (The Great) جو لقب حاصل ٿيو. اشوڪ به انهن مان هڪ هو. موريا راڄ هن جي دور ۾ پنهنجي عروج کي پهتو. 256 ق. م ڌاري هن جا 14 فرمان جاري ٿيا، جن کي اتر- اولهه وارن علائقن ۾ ڪروشتي/ خروشتي ۽ باقي هندستان ۾ 'براهمي رسم الخط' ۾ لکيو ويو. اهي مختلف ماڳن تي نصب ڪيا ويا. اشوڪ 232 ق. م ۾ فوت ٿيو. ان کان پوءِ سندس سلطنت تيزيءَ سان ختم ٿيڻ شروع ٿي. *(ايم. ايڇ پنهور: سنڌ جي واقعاتي لغت، ص 87-88)*

ليمبرڪ پنهنجي تحقيق ۾ هن دور ۾ سنڌ تي پوندڙ ٻڌ ڌرم جي اثرن جي ڏاڍي ڪُليل ڳالهه ڪئي آهي: هن ڳالهه ۾ شڪ ڪونهي ته سنڌ کي به ٻڌ جي انهن يادگارن مان حصو مليو، جيڪي شهنشاهه اشوڪ پنهنجي سڄيءَ سلطنت ۾ ورچي ڇڏيا هئا... اشوڪ طرفان مختلف پرڳڻن ڏانهن جيڪي پرچاري جماعتون روانيون ڪيون ويون هيون، تن جي مکيه منتظم، اُپ گپت، سنڌ ۾ ڪافي ڊگهو عرصو گذاريو هو هوءَ هتان جي ماڻهن کي قانون جي سمجهاڻي ڏيندو رهيو.. هن جتي ۾ قيام ڪيو اتي هن مڙهيون ۽ ٺُل/ ٺُلهه تعمير ڪرايا. *(سنڌ مسلمانن جي فتح کان اڳ، ص176)*

ايم. ايڇ پنهور سنڌ ۾ موريا دور کي ٻڌ مذهب، عقيدي ۽ خيالن جي پرچار ۽ وسعت جي پس منظر ۾ پرکي ٿو سندس خيال ۾ موريا حاڪمن پاران وقت به وقت گورنر ايندا رهيا، پر پوءِ به سنڌ جو مجموعي مقامي اقتدار هتان جي ماڻهن جي هٿ ۾ رهيو. *(حوالو مٿي ڏنل)*

هينري ڪزنس پنهنجي مکيه ڪتاب: 'سنڌ جا قديم آثار' (انگريزي، 1929ع)، ۾ سنڌ اندر تعمير ٿيل ڏيورين، مڙهين ۽ ٺلن جو ذڪر ڪيو آهي. انهن مان ڪي اشوڪ جي دور ۾ تعمير ٿيا ته ڪي وري بعد جي زمانن ۾ جُڙي راس ٿيا. البت مؤرخن جي هيءَ راءِ وزندار آهي ته، اشوڪ جو ڪو به فرمان اڃا تائين سنڌ جي حدن مان نه مليو آهي. *(ڊاڪٽر ڊي. سي سرڪار: اشوڪ جا ڪتبا، انگريزي، دهلي 1957ع)*

## يوناني باختري:

سنڌ جي قديم تاريخ جي تاجي پيٽي جي تشڪيل هڪ ڏکيو مرحلو آهي. يوناني باختري حاڪمن جي سنڌ ۾ حاڪميت لاءِ مختلف اندازا اختيار ڪيا ويا آهن. ڊاڪٽر ليمبرڪ ۽ ايم. ايچ. پنهور هن ڏس ۾ ٿوري فرق سان هن دور جو تخمينو لڳايو آهي. ايم. ايچ پنهور جي راءِ ۾، باختر (اڄ بہ افغانستان جو هڪ صوبو آهي) جا يوناني حاڪم 187ق. م کان 80 ق. م تائين تاجدار رهيا. يعني انهن لڳ ڀڳ هڪ صدي باختر تان ويهي راڄ ڪيو. ڊيميٽريس، اگاٿوڪلس ۽ مينئڊر (مينا در) ڪي مکيہ حڪمران ٿي گذريا آهن. انهن مختلف وقتن تي سنڌو ماٿريءَ جي جدا جدا علائقن کي فتح ڪيو، جن ۾ خاص ڪري ڪشمير، ڪنيات (گجرات) ۽ سنڌ شامل آهن. هن خطي ڪي ضابطي ۾ رکڻ لاءِ يوناني باختري گورنرن پٽالا کي پنهنجو مرڪز بنايو. هڪ راءِ موجب سنڌي ٻڌن (ڀڪشن) جو هڪ وفد، مينئڊر جي حڪم تي سيلون ۾ ٿيندڙ ٻڌ ڌرم جي هڪ عظيم اجلاس (Council) ۾ شريڪ ٿيو هو. وڌيڪ هي تہ اُهي ان دور ۾ افغانستان، هندستان ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ رهندڙ مقامي تهذيب ۾ سمائجڻ شروع ٿي ويا هئا. ان ڪري يوناني اثر جي خاتمي جو وقت اچي چڪو هو. جيڪو سڪندر اعظم جي دور ۾ شروع ٿيو هو. *(سنڌ جي واقعاتي لغت، ص 90-94)* مولائي شيدائيءَ موجب موريا خاندان 184 ق. م ڌاري ختم ٿيو ۽ هندستان ۾ ان جي جاءِ 'سنگا' (سنگهہ) خاندان والاري. يوناني باخترين جو مرڪز سگالا (سيالڪوٽ) هو. انهن سنڌ تي قبضو ڪيو تہ اتي بہ ڪي نوان شهر تعمير ڪيائون. انهن جا مقامي حاڪم (گورنر) هميشہ پاڻ ۾ وڙهندا رهندا هئا. مينئڊر، سنگا خاندان کي هڪ مرحلي تي شڪست بہ ڏني، پر هو پاڻ بہ ٻڌمت جو پيروڪار ٿي ويو يوناني باختري پاڻ ۾ وڙهي وڙهي چاليهن حصن ۾ تقسيم ٿي ويا. ان ريت هندستان تان سندن قبضو ختم ٿي ويو. *(جنت السنڌ، ص 47)*

هن عنوان تي ليمبرڪ بہ پنهنجا ويچار پيش ڪيا آهن. سيليوڪس جي خاندان جي وارثن مان جي باختر جا حاڪم ٿيا، انهن نہ فقط پاتلين (پٽالا) تي قبضو ڪيو پر ان سان گڏ سموري لاڳاپيل علائقي کي بہ والاريو. هنن ايتريون تہ فتحون ڪيون، جي خود سڪندر کي بہ هن خطي ۾ نصيب نہ ٿيون هيون. اهو ممڪن ڪونهي تہ 'سنگهہ' قبيلي ڪو جلد سنڌ ملڪ تي قبضو ڪيو هوندو. ان افراتفريءَ واري دور ۾ اهو بہ ممڪن آهي تہ، ٻڌ ڌرم جي عقيدي رکندڙن سنڌ ۾ حاڪميت نروار ڪئي هجي. سنڌ ملڪ جا ان دور وارا مکيہ لوڪ سؤوير- سِنڌو هئا، جي قدم بہ قدم سنڌو ماٿريءَ وچان هيٺ لهندا آيا هئا ۽ ان جي ايرندي طرف واري علائقي ۾ وچي گڏ ٿيا هئا. سنڌو لوڪن خاطريءَ سان پنهنجي ملڪ جي آزاد ۽ خودمختيار رُتبي لاءِ ضرور ڪي ڪوششون ڪيون هونديون. *(سنڌ: مسلمانن جي فتح کان اڳ، ص 177، 179، 186)*




نقشو نمبر 16

187 _ 184 ق_م
باختري يونانين
(ديميترِس ۽ متيندر)
جا سنڌ فتح ڪرڻ جا گس

### سٿيا دور ۾ سنڌ:

ايم. ايچ پنهور، ليمبرڪ جي برعڪس 'سٿيا ۽ پارٿيا دورن' کي جدا جدا پيش ڪندي، انهن جي اهميت کي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. پنهور صاحب جي تحقيق موجب سنڌ جي ساڪا يا سٿيا راڄ جي شروعات 80 ق. م ڌاري ٿي ۽ انهن جو خاتمو 19ع يا 10ع ڌاري ٿي ويو. ان جو مطلب تہ هي دور جملي 90 يا 99 سالن تي مشتمل هو. پنهور صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ چارٽ ذريعي سٿين حاڪمن کي نروار ڪيو آهي، جن جو راڄ سڄيءَ سنڌو ماٿري ۽ ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ تائين موجود ڏسجي ٿو. *(پيرائتي سنڌ ڪٿا، ص 125-126)*

## سنڌ ۾ پارٿيا راڄ:

سٿيا راڄ کي پارٿيا خاندان اچي دربدر ڪيو. ايم. ايڇ پنهور جي تحقيق موجب پارٿيا دور ڪل پنجاهه پنجونجاهه سالن تي مشتمل آهي. پنهور صاحب جي ڏنل چارٽ موجب گوندو فيرس (گوند فرنس) هن گهراڻي جو مکيه حڪمران ٿي گذريو آهي. *(پيرائتي سنڌ ڪٿا، ص 127-128)*

ڊاڪٽر ايڇ. ٽي ليمبرڪ. جنهن سنڌ جي قديم تاريخ تي، ڀرپور پيرو سنجيدو ڪم ڪيو هو، ان سٿيا ۽ پارٿيا دورن جو ڪي قدر مناسب تجزيو پيش ڪيو آهي. هن جي راءِ آهي ته 160 ق. م کان اڳ، منگوليا کان ڌڪي ڪڍيل مرڪزي ايشيائي قبيلي جي هڪ وڏي ڪٽڪ جي اولهه طرف لڏ پلاڻ، سنڌو ماٿريءَ جي اتر- اولهه ۾ واقع ملڪن ۾ زبردست تبديليون آنديون. ان ڪري يونانين جي قائم ڪيل بادشاهين جو خاتمو اچي ويو ۽ هتي سنڌو ماٿريءَ ۾ نين حڪمران قومن جو وجود عمل ۾ آيو.. هندستان ۾ پهرين ساتهه (سَٿيا/ ساڪا) بادشاهي، جنهن جي متعلق اسان وٽ سِڪن ۽ ڪتبن جي صورت ۾ پڪي ثابتي موجود آهي، جنهن جو بنياد ميئوس (ميئوز)، يوناني 'بادشاهين' جا ڪجهه علائقا فتح ڪري، اتر الهندي پنجاب ۾ قائم ڪيو هو.. ساڪا قبيلي جا اوائلي ڪتبا هزاره گلگت ۾ مليا آهن، جن اتي حڪمراني مضبوط ڪري پوءِ ٽيڪسيلا کي فتح ڪيو هو.. ان کان پوءِ اهي سنڌو ماٿريءَ ۾ اڳتي وڌيا. سنڌ جي سياسي حيثيت بابت هيءَ راءِ وڌيڪ درست آهي ته،




باوجود ان جي ته سٿيا ۽ پارٿيا دورن ۾ مرڪزي ايشيا کان وٺي، سنڌي سمنڊ تائين حالات ٺيڪ نه هئا، پر پوءِ به ان دور ۾ پرڏيهه ۾ لکيل هڪ ڪتاب ذريعي، سنڌ جي خوشحالي ۽ دنيا سان هلندڙ وڻج واپار متعلق سلي ڄاڻ ملي ٿي. ليمبرڪ لکي ٿو: اهو هڪ اهڙو ملڪ آهي، جنهن ۾ وڏي مقدار ۾ اناج ۽ چانور پيدا ٿين ٿا. ترن جو تيل، مکڻ، ململون ۽ ڪورا ڪپڙا ناهيا وڃن ٿا. اهي ڪپڙا هندستاني (سنڌي) ڪپهه مان ٺهن ٿا. اتي چوپائي مال جا وڏا وڏا ڌڻ آهن. مڪاني ماڻهن جو قد ۽ بت وڏو ۽ رنگ ڪارو آهي. ضلعي (ملڪ) جي گاديءَ وارو شهر مين نگر (مينا نگر) آهي، جتان وڏي مقدار ۾ سوٽي ڪپڙا 'بيري گازا' ڏانهن برآمد ٿين ٿا. ملڪ جي انهيءَ حصي ۾ اڄ ڏينهن تائين سڪندر جي حملي جا يادگار، قديم مندر، چانوٽين جا بنياد ۽ وڏا وڏا کوهه محفوظ رکيا ويا آهن.
*(سنڌ: مسلمانن جي فتح کان اڳ، ص: 189، 193، 197، 198، 201، 203)*

ان دور ۾ آرڪوسيا (آرچوسيا) جو حاڪم اعليٰ (وائسراءِ) سنڌ کي پنهنجي ماتحت هڪ پرڳڻو سمجهندو هو جڏهن سيستان کان آيل سٿيا لوڪن ان تي قبضو ڪيو هو.. پارٿيا حاڪم گوندو فرنس لاءِ خاطري آهي ته ان هن سموري خطي کي فتح ڪيو هو ۽ سنڌ ملڪ تي به پنهنجي حاڪميت قائم ڪئي هئي. ان دور ۾ سنڌ جو تجارتي ڪاروبار بندرگاهه باربريڪون (باربريڪان) ذريعي ٿيندو هو. ياد رهي ته باربريڪان کي موجوده دور ۾ 'ڀنڀور' جي نالي سان سڃاتو ويو آهي.

## ڪُشان دور ۾ سنڌ:

ڪي عالم 'ڪشن' (ڪشان) خاندان کي 'يوچي خاندان' به سڏين ٿا. ڪجھ وري سٿين ۽ يوچي قومن کي 'هُن' (Hun) جي نالي سان ياد ڪن ٿا. 165 ق. م ڌاري يوچي قوم چين جي علائقي ڪاسوا مان نڪرڻ ڪان پوءِ، ترڪستان جي رستي ڪان بلخ ۽ ڪابل توڙي ڏکڻ ايشيا جي ڪجھ حصن تي قبضو ڪيو. ڪُشن خاندان تمام تڪڙو ئي ڏرم اختيار ڪيو. سن 73 ق. م ۾ مگڌ جي سنگا خاندان جي پڄاڻي ٿي. سن 78ع ۾ يوچي راجا ڪنشڪ، ڪشمير، يارقند، ڪاشغر، قنڌار، سنڌ ۽ نربدا نديءَ تائين قبضو ڄمايو.(جنت السنڌ، ص 47-47) ايم. ايڇ پنهور سنڌ ۾ ڪشن دور جو عرصو 65ع کان 283ع تائين ٻڌايو آهي. *(سنڌ جي واقعاتي لغت، انگريزي، ص 102-107)*

عيسوي سن جي پهرين صديءَ جي آخري اڌ ۾، ڪشن لوڪن جي هٿان پارٿي راڄ جو خاتمو ٿيو. جيڪي اتر- اولهه هندستان ۾ حاڪم هئا. ڪشن وچ ايشيائي غول 'يوچي' جي پنجن قبيلن مان هڪ قبيلو هئا. انهن ۾ صديون اڳ 'ساڪا' ماڻهن کي به باختر مان ڀڄائي ڪڍيو هو. ڪشن قبيلي جي سردار ڪجولا ڪَد فائيسز پاڻ کي سڄي 'يوچي قوم' جي مٿان اعليٰ ترين طاقت جو مالڪ بنايو ۽ هن 50ع ڌاري ڪابل ماٿريءَ تي قبضو ڪيو. سندس پٽ وِما، ٽيڪسيلا ۽ لاڳاپيل علائقا پنهنجي سلطنت ۾ شامل ڪيا.*(سنڌ: مسلمانن جي فتح کان اڳ، ص 206)* وِما، جو جاءِ نشين ڪنشڪ 78ع ڌاري، ڪشن گهراڻي جو تاجدار بنيو. هن پارٿين سان طويل جنگ ڪري انهن جو خاتمو ڪيو. ان ريت هن چين کان ڪاشغر، يارقند ۽ کي ٻيا صوبا به کسي ورتا. هن تمام جلد اتر سنڌ جي ڪُجھ علائقن تي به قبضو ڪيو. ڪنشڪ جي سوين ۾ هي به شامل آهي ته، هن ڪشمير، گنگاماٿري ۽ اتر- اولهه هندستان جي اڪثر علائقن تي به پنهنجي حاڪميت قائم ڪئي. *(سنڌ: مسلمانن جي فتح کان اڳ، ص 206)* ڪنشڪ ٽيويهن سالن جي راڄ ڪانپوءِ ٻي صدي عيسويءَ جي شروع ۾ گذاري ويو. بعد ۾ 'هوويشڪ' ۽ 'واسديو' حڪمران ٿي گذريا. ثبوتن موجب هوويشڪ، ڪابل، ڪشمير ۽ جمنا جي ڪناري تي مٿرا تي بادشاهي ڪندو هو. آخر ۾ هو مالوا جو قبضو وڃائي ويٺو هو البت ۾ صديون پوءِ به اتر سنڌ ڪشن راڄ جو حصو رهي. آر. ڊي. بئنرجي، جنهن موهن جي دڙي جون کوٽايون ڪيون، اُن هن ماڳ تان ٻڌ ڌرم جي جاين وٽان، هوويشڪ ۽ واسديو جا سِڪا هٿ ڪيا، جي وڏي مقدار ۾ هئا. لاڙڪاڻي جي پرسان جُهڪڙ (جهڪر) جي دڙي مان به هن خاندان جي بادشاهه واسديو جا سڪا مليا هئا. وڌيڪ اهو به ته اتان ڪشن گهراڻي جي زوال واري وقت جا سڪا به مليا آهن. *(سنڌ: مسلمانن جي فتح کان اڳ، ص 206-209)*

ليمبرڪ ڪشن دور تي بحث ڪندي، هيءُ سوال اٿاريو آهي ته، ان وقت هيٺينءَ سنڌ ۾ ڇا ٿي رهيو هو؟ لکي ٿو ته ڪنشڪ جي مرڻ ڪانپوءِ ٻي صدي عيسويءَ ۾ ساڪا سردارن ٻيهر اولهه هندستان ۾ شاهي رتبو حاصل ڪري ورتو. انهن اعليٰ خطابن بجاءِ 'ڪشترپ' ۽ 'مهاڪشترپ' جهڙن لقبن کي ئي قائم رکيو. انهن 'مغربي والين' جي نالي واري گهراڻي جو باني چيستنه هو. جو مالوا جو حڪمران هو. 130ع ڌاري هن سان گڏ سندس پوٽو 'رودرادمن' بادشاهي ڪري رهيو هو. 150ع جي هڪ ڪتبي موجب هن جي بادشاهي گجرات، مالوا، وچ ۽ ڏکڻ اولهه راجپوتانا، ڪاٺياواڙ، ڪڇ ۽ 'سِنڌو ۽ سؤوير' علائقن تي پکڙيل هئي. رودرادمن هڪ باشعور حاڪم هو. جيڪو وزارتي ڪائونسل جي صلاح سان حڪومت ڪندو هو. اهو يقين سان چئي نه ٿو سگهجي ته لوئر سنڌ، ڪيتري عرصي تائين اُجين جي مغربي 'ڪشترپائن' جي حاڪميت هيٺ رهي. *(سنڌ: مسلمانن جي فتح کان اڳ، ص: 210-211)*




نقشو نمبر 23
138ع
ڪُشان، پارٿي ۽ رومي سلطنتون

**ساساني ۽ سنڌ:**

ايران تي ساساني خاندان 226ع کان 652ع تائين بادشاهي ڪئي. اردشير هن گهراڻي جو پهريون بادشاهه هو. آخري بادشاهه جو نالو يزدگرد (ٽيون) هو. سرپرسي سائيڪس جي راءِ ۾، هخامنشي حاڪمن کان پوءِ ساسانين حقيقي معنيٰ ۾ ايراني قوم جي تشڪيل ڪئي ۽ ان کي پنهنجي سڃاڻپ ڏني، پنهنجي وطن جي جاگرافيءَ کي يڪجهتي فراهم ڪئي ۽ ننڍين ننڍين حاڪميتن جي برعڪس، هڪ پختي ۽ پائدار بادشاهت کي وجود ۾ آندو. *(هسٽري آف پرشيا، جلد 1، ص 391)*




نامور محقق ايم. ايڇ. پنهور، سنڌ ۽ ساساني بادشاهن جو تعلق 283ع کان 499ع تائين ڄاڻايو آهي. اُن ريت ڏسجي ٿو ته سنڌ ۽ ساساني خاندان جو تعلق ٻن صدين تي محيط آهي. مقبول بيگ بدخشانيءَ *(تاريخ ايران، جلد اول، اردو)* پنهنجي ڪتاب ۾، ساساني بادشاهن جو سنڌ سان تعلق، سنڌو ماٿر طرف پيش قدمي ۽ انهن جو هندستان ڏانهن رويو، تحقيقي انداز سان نروار ڪيو آهي. پروفيسر مقبول بيگ موجب اردشير بادشاهه، هند جي ڪشان بادشاهه ڏي وفاداريءَ جي اعلان لاءِ واجهايو. هند جي حاڪم ايراني دربار ۾ سفير ۽ تحفا موڪليا. اردشير ان عمل کي پسند ڪيو. شاپوراعظم (309-379ع)، 'هُن' (Hun) قبيلن کي مطيع ڪيو. ان بعد هن هند ۽ سنڌ جي بادشاهن کان خراج جو مطالبو ڪيو. هنهي ملڪن سفير موڪلي اطاعت ڪئي ۽ بادشاهه سلامت لاءِ تحفا ۽ نيڪ تمنائن جو اظهار ڪيو. ان کان پوءِ وري بهرام گور (420-440ع)، جي دور ۾ تعلقات جي بحاليءَ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. بهرام گور هند (سنڌ) طرف لشڪرڪشي ڪئي. هتي جي حاڪم سندس وڏي آجيان ڪئي، چوته هند ۽ سنڌ کي 'هُن' (HUN) قبيلن گهڻو تنگ ڪيو هو جن کي بهرام گورَ چيپاٽيو هو. مڪران طرف کي علائقا به ايران جي حوالي ڪيا ويا. هتان جي راجا پنهنجي ڌيءَ جو رشتو به بهرام گور کي ڏنو هو. *(تاريخ ايران، جلد اول، ص 335، 336، 396، 417، 418)*

ڊاڪٽر لئمبرڪ ساساني خاندان ۽ سنڌ جي تعلق تي مختلف رُخن کان روشني وڌي آهي. اردشير ۽ بهرام ثاني (275-282ع)، سنڌ طرف پيش قدمي ڪئي. خراج وصول ڪيو ۽ ڪي علائقا به کسيا. هن جي راءِ موجب سنڌ جو علائقو ذري گهٽ، چوٿين صدي عيسويءَ جي اڌ تائين ايران جي ماتحت رهيو. *(سنڌ: مسلمانن جي فتح کان اڳ، ص 209-212)* جيتوڻيڪ ان دور ۾ هندستان ۾ گپتا خاندان جو راڄ هو پر اهي سنڌو ماٿريءَ کي والارڻ ۾ ڪامياب نه ٿيا هئا. ايراني اثر جي زوال تي مقامي ماڻهو پنهنجي حاڪميت بحال ڪري وٺندا هئا. ليمبرڪ موجب پنجين صدي عيسويءَ جي پهرئين اڌ ۾، اتر- الهندي هندستان ۾ ايراني اثر وري بحال ٿيو هو. جُهڪر مان لڌل نڪر جي ٽانون تي نڪتل شڪلين مان اها تصديق ٿئي ٿي ته ان دور ۾، سنڌ تي وري ايراني حاڪميت غالب هئي. لاڙڪاڻي جي پرسان سون جا ساساني سڪا به مليا آهن. ڏسجي ٿو ته اهي سڪا خاص سنڌ ملڪ لاءِ ٺهيا هئا. چوته ٻئي ڪنهن به ماڳ تان اهڙا ساساني سِڪا نه مليا آهن. *(ص 211-214، ليمبرڪ)* آخري عظيم ساساني بادشاهه خسرو اول عرف نوشيروان عادل (531-578ع) جي دور ۾ سنڌ تي ايراني حاڪميت جا آثار ملن ٿا.

هڪ راءِ آهي ته بادشاهه خود سنڌ (هند) آيو هو. ليمبرڪ موجب، هن جي حڪم تي سڀ ماڻهو سندس حضور ۾ آيا. انهن پاڻ کي پيش ڪيو. سنڌوءَ جي ڪپ سان ٻن ميلن ۾ رڳو گهوڙا، هاٿي، ڪيمخاب ۽ سِڪا نظر پئي آيا. وڏا ماڻهو دل جي حضور ۽ وفاداريءَ سان شاهه جي آڳيان آيا. جنهن ڪائنن حال معلوم ڪيو ۽ انهن سان سندن مرتبي مطابق هلت ڪئي. *(ص 217)* ليمبرڪ جو رايو آهي ته هيءَ ڳالهه غير امڪاني ناهي ته، سنڌ جي راءِ گهراڻي پنهنجي شروعات، نوشيروان جي ڏن پروءَ طور ڪئي هجي. راورٽي لکي ٿو ته سنڌ جيتوڻيڪ سڌيءَ طرح ايران جي تابع نه هئي، پر پوءِ به هتان جا حاڪم شاهه ايران جي بالادستيءَ کي مڃيندا هئا، ۽ ان کي نالي ماتر ڏن به ڏيندا هئا. *(ليمبرڪ، حوالو مٿي ڏنل، ص: 217-218)*

ساساني بادشاهن جي دور ۾ سنڌ ۽ ايران جو تعلق ٻن صدين تي پکڙيل آهي. اڄ سنڌ تي ساسانين جي دور جي اثرات جو جائزو وٺڻ ڪي قدر مشڪل آهي. ان هوندي به ان دور ۾ سنڌ تي ايراني اثر جا ڪيئي پهلو آهي، جن تي تحقيق ڪرڻ سان ڪجهه نه ڪجهه مواد ملي سگهي ٿو. ان زماني جي ايراني ٻوليءَ، علم، لکت، تهذيب، مذهب ۽ فن تعمير، سنڌ تي لازمي طرح پنهنجا نقش ڇڏيا هئا. سون جا ساساني سِڪا، جيڪي خاص سنڌ لاءِ ٺهيا، اهي اتر سنڌ مان مليا آهن. جهڪر جي دڙي وٽان مليل ٺڪر جي ٿانون تي ٿيل چٽسالي به ساساني تعميرات سان مطابقت رکي ٿي. موجوده ڄام شوري ٽي ۾ موجود ’رني ڪوٽ‘ ضلعي جي اڏاوت ۽ تعمير بابت جيتوڻ عالمن ۾ اختلاف آهن، پر ڪيترا اسڪالر ان جي تعمير ساساني باد ڏانهن منسوب ڪن ٿا، جن ۾ سائين جي. ايم. سيد ۽ ڪرنل رشيد ۽ ا شامل آهن.

**سنڌ ۾ راءِ خاندان جي ڪومت:**

ساساني حاڪمن جي ڪمزوري ۽ انهن جي سنڌ کان دوري، سنڌو ماٿر ۾ هڪ ڏيهي خاندان جي حاڪميت ڪي اسرڻ ۽ وڌڻ جو موقعو مهيا ڪيو. هونئن به ٻن صدين جي تعلق واري دور ۾، ڏهن ساسانين بار بار حملا ڪري سنڌ ملڪ تي قبضو ڪيو. ڦرلٽ ڪئي ۽ ڏيهي ماڻهن کي ڏيڇاريو. ان صورتحال ۾ به، مقامي اقتدار هتان جي عوام جي هٿ ۾ هو. راءِ خاندان وارا ڪير هئا؟ اسلام کان اڳ ننڍي کنڊ ۾ رهندڙ ماڻهن کي نسلي طرح ٻن طبقن ۾ تقسيم ڪيو ويو هو. هڪ سورج ونسي، ٻيو چندرونسي. هن خاندان (چندرونسي) دکن کان وٺي گجرات، سنڌ، بلوچستان، زابلستان ۽ ڪابل تائين پنهنجيون حڪومتون قائم ڪيون هيون. چندر ونسين جا به پنج خاندان هئا. انهن ۾ ’يادو‘ سنڌ جا حاڪم هئا. مؤرخن انهن کي ئي ’راءِ‘ جي لقب سان ياد ڪيو آهي. *(جنت السنڌ، ص 69)* وڌيڪ هي به چيو وڃي ٿو ته اهي (راءِ) سنڌ جا ’سما‘ هئا، ڪين سنڌ جو اصل رهاڪو ئي سمجهڻ کپي.

تاريخدانن جي راءِ انهيءَ ڏس ۾ تقسيم ٿيل ڏسجي ٿي ته، هي خاندان ڪڏهن سنڌ جو حاڪم ٿيو ۽ ان ڪيترا ورهيه راڄ ڪيو؟ ان ڏس ۾ ڏار ڏار سن ۽ سال درج ڪيا ويا آهن. ايليٽ، جنهن اوڻويهين صديءَ جي وچ ڌاري، هندستان جي تاريخ جو اٺان جي (هند ۽ سنڌ) ڏيهي ماخذن جي روشنيءَ ۾ جائزو ورتو هو، اهو پڻ هن سڄي مامري تي خاموش آهي. سنڌس ڪتاب جو پهريون جلد سنڌ بابت آهي، جنهن کي عطا محمد ڀنڀري ڇپايو آهي. *(سنڌ جي تاريخ- مؤرخن جي زباني: 2000ع)* ان عرصي ۾ مشهور انگريز اسڪالر رچرڊ برٽن جو سنڌ بابت هڪ ڪتاب لنڊن مان ڇپيو. برٽن جي راءِ موجب مسلمانن جي فتح کان اڳ جزوي واقعن کي ڇڏي ڪري، سنڌ جي تاريخ ڏندڪٿائن سان پري پئي آهي. برٽن لکي ٿو ته، مُسلم مؤرخن جي چوڻ مطابق، سنڌ جي سندر زمين تي راءِ گهراڻي جي پنجن حاڪمن، جن جي گادي الور ۾ هوندي هئي، اٽڪل 140 ورهيه سُک ۽ سانت سان راڄ ڪيو. اسان جي (عيسوي) ستين صديءَ ڌاري، راءِ سهاسي ٻيو بنا اولاد جي فوت ٿي ويو. سندس راڻيءَ سيني حقي وارثن کي رستي تان هٽائي تخت پنهنجي چاهيندڙ ڇڄ جي حوالي ڪيو *(سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون: سنڌي، ص: 13-14)* **برٽن**، ’راءِ خاندان‘ کي راجپوت سڏيو آهي. هي مصنف هن گهراڻي جي دور جو تعين ڪرڻ کان پرهيز ڪري ٿو.

حقيقت ۾ ساساني دور کانپوءِ جي سنڌ جي تاريخ بابت مواد، اسان کي تحريري طور ملي ٿو جو خود سنڌ ۾ لکيو ويو. جيتوڻيڪ ان ۾ گهڻ نقص آهن، پر پوءِ به هي مواد سنڌ جي تاريخ لاءِ ڪارائتو آهي. علي بن حامد ڪوفي (مترجم) جو ڪتاب ’چچ نامہ‘ سنڌ بابت لکيل پهريون ڪتاب آهي، جنهن ذريعي اسان کي عرب فتوحات کان اڳ سنڌ جي تاريخ ۽ پڻ محمد بن قاسم جي حملن ۽ فتحن بابت گهڻي ڄاڻ ملي ٿي. هن ڪتاب ۾ ٽن رائن (راجا) جو ذڪر ٿيو آهي: راءِ ساهسي (اول)، راءِ سهيرس (ٻيو)، ۽ راءِ ساهسي (ٻيو). هي به ٻڌايو ويو آهي ته انهن جو تختگاهه ’اروڙ‘ (الور) ڏاڍو سهڻو ۽ خوبصورت شهر هو ۽ اهو سنڌو نديءَ جي ڪناري تي آباد هو. *(چچ نامہ، سنڌي، ص: 21- 24)* پوءِ جي دور ۾ ننگر ٺٽي جي رهاڪو مير علي شير قانع ’تحفة الڪرام‘ نالي تاريخي ڪتاب ۾، راءِ خاندان جي پنجن بادشاهن جا نالا هن ريت ڏنا آهن: راءِ ديوائچ (ڏياڄ)، راءِ سهيرس (اول)، راءِ ساهسي (اول)، راءِ سهيرس (ٻيو)، ۽ راءِ سهاسي (ٻيو). *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 9-10)* ڪجهه اسڪالرن راءِ سهيرس کي راءِ سهارس ۽ راءِ ساهسي کي ’سهاسي‘ به لکيو آهي. اڄ جي دور ۾ نالن جي جزوي ڦيرڦار کي ڇڏي ڪري، ان ڳالهه تي اتفاق ڏسجي ٿو ته، راءِ خاندان جي پنجن بادشاهن سنڌ تي حڪمراني ڪئي.

راءِ خاندان ڪڏهن حڪومت جو آغاز ڪيو ۽ انهن جو خاتمو ڪڏهن ٿيو، اهو هڪ اهم سوال آهي. مولوي نور محمد نظاماڻيءَ راءِ خاندان جو سرسري ذڪر ڪيو آهي، ليڪن انهن جي زماني بابت ڪاٿو نه ڪري سگهيو *(سنڌ جي تاريخ، پاڳو پهريون، ص: 62-66، سنڌالاجي، 1982ع)* نظاماڻي صاحب کانپوءِ مولائي شيدائي *(جنت السنڌ، ص: 7)*، هنن جي حاڪميت جو دور 450ع کان 662ع تائين ڄاڻايو آهي. پنهنجي ٻئي ڪتاب ۾ ساڳئي مصنف راءِ گهراڻي جو دور حڪومت 450ع کان 643ع لکيو آهي. *(تاريخ تمدن سنڌ، ص: 122)* ڊاڪٽر ايڇ. ٽي. لئمبرڪ، شايد هن ڏس ۾ وڌيڪ معقول راءِ پيش ڪئي آهي. هن جي تحقيق موجب راءِ خاندان جو دور حڪومت، سن 550ع ڌاري شروع ٿيو ۽ سال 644ع ۾ ختم ٿي ويو. *(سنڌ: مسلمانن جي فتح کان اڳ)* هنن متعلق نامور اسڪالر ايم. ايڇ. پنهور به پنهنجي راءِ ڏني آهي. پنهور صاحب هن دور جي ڪَٿَ 500ع کان 640ع تجويز ڪري ٿو. *(سنڌ جي واقعاتي لغت، انگريزي، ص: 114- 126)*

مشهور ساساني بادشاهه نوشيروان (531- 579ع)، خود سنڌ تي ڪاهي آيو هو. جيئن اڳ ۾ مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي. ليمبرڪ جو هي خيال وڌيڪ وزندار آهي ته ابتدا ۾ ’راءِ‘ خاندان، نوشيروان بادشاهه جو ڏن ڀرو رهيو هجي. بعد ۾ ايراني سلطنت جي ڪمزوري ظاهر ٿيڻ سان انهن پنهنجي خود مختياريءَ جو اعلان ڪيو هجي. ان پسمنظر ۾ ليمبرڪ جي اها راءِ ته، انهن (راءِ) سن 550ع ۾ سنڌ ۾ پنهنجي حڪومت جو آغاز ڪيو، وڌيڪ مستند لڳي ٿي.

هتي اهو سوال به اڀري ٿو ته راءِ خاندان جي حڪومت ڪڏهن ختم ٿي. مٿي جدا جدا مؤرخن جا رايا پيش ٿي چڪا آهن. ليمبرڪ خاتمي جو سال 644ع سمجهي ٿو. ليڪن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تحقيق وڌيڪ موزون لڳي ٿي. سندس تحقيق آهي ته 32هه/ 652ع ۾ آخري راءِ فوت ٿيو. ان بعد برهمڻ خاندان سنڌ جو تاجدار بڻيو. *(ممتاز مرزا: سنڌ صدين کان، ص: 453)* اها تحقيق قبول ڪرڻ بعد، چئي سگهجي ٿو ته راءِ خاندان، سنڌ تي 102 سال بادشاهي ڪئي.

هن بحث کان پوءِ موجود مواد جي آڌار تي، راءِ خاندان جي بادشاهت، بادشاهن ۽ ان وقت جي حالتن جو مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو.

روهڙيءَ جي ڏکڻ- اوير ۾ انهن حاڪمن جو تختگاهه 'اروڙ' جو شهر، سنڌو درياهه جي ڪناري تي موجود هو. اروڙ جو شهر، جو هند ۽ سنڌ جو تختگاهه رهيو آهي، سو اڳئين زماني ۾ سيحون نديءَ تي، جنهن کي مهراڻ چوندا آهن، قسمين قسمين ماڙين، چراگاهن، گلن، باغن، حوضن، نهرن، باغيچن ۽ گلڪارين سان سينگاريل، هڪ وڏو شهر هو (چچ نامو، سنڌي، ص: 21). راءِ خاندان جي دور ۾ ملڪ جي حدن بابت لکيو ويو آهي ته، انهن جي ملڪ جون حدون ايرندي (حقيقت ۾ اوير- اتر) کان ڪشمير تائين، الهندي کان مڪران تائين، ڏکڻ کان سمنڊ جي ڪناري ۽ ديبل تائين، اتر کان (اولهه- اتر) ڪردن جي جبل ۽ ڪيڪانان تائين پکڙيل هيون (چچ نامو، سنڌي، ص: 21). انتظامي طرح سان ملڪ کي چئن پرڳڻن ۾ تقسيم ڪيو ويو هو: هڪ برهمڻ آباد، جنهن ۾، نيرون ڪوٽ (رنيڪوٽ؟) جي قلعي کان وٺي ديبل، لوهاڻو يعني لاکا ۽ سما ايراضين وارو علائقو، ويندي سمنڊ تائين، ٻيو سيوستان [مرڪزي] شهر، جنهن ۾ ٻڌيه (ساهتي پرڳڻو ؟)، جنگان، رونجهاڻ، ڪوهه پايه، ويندي مڪران جي حد، ٽيون اسڪلنده [اُڇ] ۽ پاٻيه جو قلعو، جنهن کي تلواڙو ۽ چچ پور به چوندا آهن، ۽ اتي جي آسپاس وارا ملڪ ديوَهپور تائين، ۽ چوٿون ملتان، جنهن ۾ سرڪا، برهمپور، ڪرور، اشهار ۽ ڪاڪيه ويندي ڪشمير جي حد تائين، وارو سمورو ملڪ راءِ جي هٿ هيٺ هو. *(چچ نامو، سنڌي، ص: 21-23)* واضح ٿيو ته ملڪ جا چار پرڳڻا: برهمڻ آباد، سيوستان (سيوهڻ)، اسڪلنده (اُڇ) ۽ ملتان هئا، جتي اروڙ پاران حاڪم، حڪومت ڪندا هئا. راءِ گهراڻي جي حاڪمن جي باري ۾ هن ريت احوال ملي ٿو:

**راءِ ديوائج:** راءِ خاندان جو پهريون بادشاهه راءِ ديوائج، جنهن کي ڪي مصنف راءِ ڏياج به لکن ٿا، امڪاني طرح سان 550ع ڌاري سنڌ جو راجا بڻيو. ابتدا ۾ گهٽ طاقتور هو بعد ۾ ساسانين جي ڪمزوريءَ جو فائدو وٺي ملڪ ۾ حڪومت کي وسعت ڏنائين. مير علي شير قانع لکيو آهي ته، راءِ ديوائج عاليشان بادشاهه هو. هندستان جا سڀ بادشاهه، سندس مخلص ۽ خيرخواهه هئا. ڄاڻو ڪامورن جي هٿ هيٺ ساري ملڪ ۾ دل گهرئي نموني ملڪي ڪاروبار هليو ٿي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 9)* هن جي وفات جو سال معلوم نه ٿيو آهي.

**راءِ سهيرس (پهريون):** هن جي اقتدار ۾ اچڻ ۽ خاتمي بابت تذڪرا خاموش آهن. هي راءِ گهراڻي جو ٻيو بادشاهه ٿي گذريو آهي. هن جي حڪومت ۽ دور بابت گهڻي ڄاڻ نه ٿي ملي. البت هي لکيو ويو آهي ته والد جي رستي تي هلندي حڪومت ڪيائين. عيش ۽ آرام سان زندگي گذاري، جهان ڇڏيائين. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 9- 10)*

**راءِ ساهسي (اول):** راءِ خاندان جو ٽيون بادشاهه، جنهن کي راءِ سهاسيٰ به سڏيو ويو آهي، اُن اروڙ ۾ شان ۽ شوڪت سان حڪومت ڪئي. مير علي شير قانع موجب، راءِ ساهسي حڪومت جي گادي ۽ بادشاهيءَ جي تخت تي مرادون ماڻي، ڪيترو عرصو گذاريو ۽ وڏن وارين روايتون چڱيءَ طرح جاري رکيون. سندس حڪومتي دور متعلق گهڻي معلومات نه ٿي ملي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 10)*

**راءِ سهيرس (ٻيو):** هي راءِ گهراڻي جو چوٿون بادشاهه ٿي گذريو آهي. مير قانع ٺٽويءَ هن جي باري ۾ ڄاڻ ڏني آهي (تحفة الڪرام). البت وڌيڪ تفصيل 'چچ نامہ' ۾ ملن ٿا. هن جي حڪومت جي آغاز بابت ڄاڻ نه ٿي ملي. پاڻ هڪ عادل ۽ انصاف ڪندڙ حاڪم ٿي گذريو آهي. ڪشمير کان سمنڊ ۽ مڪران تائين بادشاهي ڪيائين. هي هڪ عالي دماغ حاڪم ٿي گذريو آهي. تاريخن ۾ لکيو ويو آهي ته، پنهنجن حڪمرانن (صوبائي گورنرن) مان هرهڪ کي لڙائيءَ جي تياري، گهوڙن، هٿيارن ۽ ٻئي جنگي سامان جي تياريءَ بابت ڏاڍو تاڪيد ڪيو هئائين ۽ ساڳئي وقت ملڪ جي حفاظت، رعيت جي دلجوئي ۽ حڪومت جي بالادستيءَ لاءِ پڻ حڪم جاري ڪيائين، ته جيئن هو پنهنجي ولايت جي سرحدن کي محفوظ رکندا اچن، ۽ سندس ملڪ ۾ اهڙو ڪو به ظالم نه هو جو سندس ملڪ جي ڪنهن به طرف کان ڇيڙڇاڙ ڪري. *(چچ نامو، سنڌي، ص: 23)* وڌيڪ اها ڄاڻ ملي ٿي ته اوچتو تقدير سان ايران جي طرف کان نيمروز بادشاهه جو لشڪر حملو ڪري اچي ڪرمان ۾ پهتو. اها خبر ٻڌي راجا سهيرس بنا ڪنهن ڪُڪڪي جي، ڏاڍي فخر سان اروڙ جي قلعي مان خاص لشڪر وٺي سندس سامهون ٿيو ۽ ساڻن جنگ ڪيائين. جڏهن ٻنهي طرفن کان ناليرا مرد ۽ جنگي بهادر، خونخوار تلوارن جو لقمو ٿي چڪا، تڏهن ايرانين جي لشڪر سخت حملو ڪيو. راجا سهيرس جو لشڪر شڪست کائي ويو، مگر سهيرس پنهنجي عزت ۽ نالي خاطر بيلو رهيو ۽ شهادت تائين جنگ ڪندو رهيو. *(چچ نامو صفحو: 23)* نيمروز جو بادشاهه موٽي ويو ۽ سهيرس جو پٽ راءِ ساهسي (ٻيو) پيءُ جي ملڪ جي تخت تي ويهي ملڪ جو خودمختيار حاڪم ٿيو.

مير علي شير قانع ڪجهه اختلافن سان هن جنگ کي بيان ڪيو آهي. هن تي نيمروز جي بادشاهه ڪاهه ڪئي. انهيءَ خبر ٻڌڻ شرط، هن ڪيچ جي حدن وٽ سندس سامهون ٿي جنگ جو ميدان سينگاريو. صبح کان شام تائين جنگ جي باهه ٻرڪندي رهي. اوچتو سندس نڙيءَ ۾ تير وڃي لڳو ۽ ساهه ڏنائين. نيمروز جو بادشاهه سندس لشڪرگاهه لُٽي پوئتي موٽي ويو. سهيرس جي لشڪر گڏ ٿي، سندس پٽ ساهسيءَ کي تخت تي ويهاريو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 10)* نيمروز جو بادشاهه

ڪير هو، هي سوال حل طلب آهي. هن وقت نيمروز افغانستان جو هڪ صوبو آهي. البت قديم دور ۾ فارس، بست، زابل، سجستان ۽ ڪرمان وغيره نيمروز جي علائقي ۾ شامل هئا. *(چچ نامو سنڌي، ص: 405)* ڊاڪٽر ليمبرڪ هن واقعي کي هن ريت سلجهايو آهي. ان وقت خود ساساني بادشاهت ۾ اندروني ويڙهه جاري هئي. موقعي جو فائدو وٺي هڪ صوبي (نيمروز، سيستان) جي حاڪم، خود پنهنجي طاقت لاءِ شايد هي مهم جوئي ڪئي هجي. *(سنڌ: مسلمانن جي فتح کان اڳ، ص: 232- 233)* ان جو مطلب هي بينو ته نيمروز واري لڙائي، جنهن ۾ سنڌ جو راءِ مارجي ويو، ان ۾ ساساني بادشاهن جو ڪو به ڪردار نه هو. سوال هي آهي ته هي جنگ ۽ واقعو ڪڏهن پيش آيو؟ روايتي تذڪرن بجاءِ جديد تحقيق موجب هي واقعو 626ع (4 هجري) ۾ پيش آيو. *(ممتاز مرزا، سنڌ صدين کان، ص: 153، 1982ع)*

**راءِ ساهسي (ٻيو):** راءِ ساهسي (ٻيو) هن خاندان جو پنجون ۽ آخري بادشاهه ٿي گذريو آهي. سن 626ع کي قبول ڪندي، چئي سگهجي ٿو ته راءِ سيهرس (ٻئي) جي جنگ ۾ مارجڻ کان پوءِ سندس پٽ راءِ ساهسي (ٻيو) سنڌ جو بادشاهه بڻيو. جيتوڻيڪ هن جو پيءُ راءِ سهيرس جنگ ۾ مارجي چڪو هو پر پوءِ به راءِ ساهسي وڏي همت سان فوج ۽ عوام جي طاقت سان، سنڌ ملڪ کي سنڀاليو ۽ پنهنجي بادشاهي برقرار رکڻ ۾ سرخرو ٿيو.

البيرونيءَ جي 'ڪتاب الهند' جي مدد سان ڊاڪٽر بلوچ هن جنگ جي تاريخ مقرر ڪرڻ جي سنجيده ڪوشش ڪئي آهي. پاڻ لکي ٿو ته، هڪ فاتح حاڪم بجاءِ ان جي، جو سنڌين جي ملڪ طرف پيش قدمي ڪري، پنهنجي ملڪ ڏانهن واپس موٽي ويو، اهو ڏيکاري ٿو ته سهارس جنهن طريقي پنهنجي موت تائين بهادريءَ سان جنگ ڪئي، ان جو نتيجو اهو نڪتو جو حملي آور فوج کي اڳتي وڌڻ جي جرئت ٿي ڪا نه ٿي. سهارس (سيهرس، ٻيو) جي هار ۽ موت دراصل فتح ۾ تبديل ٿي ويا. جنهنڪري راءِ سهاسي، جيڪو شڪست کاڌل جوڌي جو پٽ هو سو پنهنجي ملڪ ۾ وڌيڪ طاقتور ٿي ويو ۽ 4 هجري برابر 626ع ۾ نئين سنڌو سنبت جي ابتدا ٿي. *(ممتاز مرزا: سنڌ صدين کان، ص 154)*

شڪست، سوڀ ۾ تبديل ٿي. راءِ سهاسي وڌيڪ مضبوط حاڪم طور اڀريو. ان خوشيءَ ۾ سنڌ ملڪ جو پنهنجو ڪئلينڊر 'سنڌو سنبت' جاري ڪيو ويو. چئي نه ٿو سگهجي ته هي ڪئلينڊر ڪيترو وقت استعمال ۾ رهيو؟ تذڪرن راءِ ساهسيءَ جي دور جي وڏي واکاڻ ڪئي آهي: نيمروز جو بادشاهه موٽي ويو ۽ سيهرس جو پٽ راءِ ساهسي، پيءُ جي ملڪ جي تخت تي ويهي انهيءَ ملڪ جو خودمختيار حاڪم ٿيو. سندس پيءُ جي هٿ هيٺ رهندڙ چئني حاڪمن سندس تابعداري ۽ موافقت ڪري، سندس فرمان مڃيو ۽ پنهنجا خزانا هن جي حوالي ڪري، سندس اطاعت ۽ اخلاص پنهنجو امتياز بنايائون. جنهنڪري وڏي راءِ ساهسيءَ جي سموري بادشاهي، هن جي اثر ۽ اقتدار هيٺ آئي ۽ رعيت سندس عدل ۽ انصاف کان آسودي ٿي. *(چچ نامو سنڌي، ص 24)*

راءِ خاندان جي دور ۾ 'سنڌو سلطنت' جو پنهنجو هڪ مڪمل انتظامي ڍانچو موجود هو. خاص وزير 'بڌيمن' هو. وزير جو هڪ سيڪريٽري 'رام' هو. ان ريت ٻيا به ڪي وزير ۽ عملدار هوندا، جن متعلق گهٽ معلومات آهي. راءِ ساهسي (ٻئي) جي دور ۾، هڪ ڏينهن رام وٽ 'چچ' نالي هڪ نوجوان ڪشميري برهمڻ پهتو. هن جي پيءُ جو نالو "سيلائج" هو. چچ جي علم ۽ صحبت کان سيڪريٽري رام گهڻو متاثر ٿيو. آخرڪار، رام جي معرفت چچ وزير بڌيمن وٽ پهتو. جنهن هن کي ملازمت ۾ رکيو. اڳتي هلي چچ سنڌ جي حڪومت ۾ اهم درجو ماڻي ورتو. تذڪرن وڌيڪ بيان ڪيو آهي ته چچ دربار ۾ داخل ٿي، بڌيمن کي چيو ته "آءٌ هڪ پڙهيل لکيل انسان آهيان. چار ئي ويد ياد اٿم. منهنجو ڀاءُ چندر ۽ پيءُ پڻ اروڙ جي شهر جي ڀرواڙيءَ ۾، هڪ مندر ۾ عبادت ڪرڻ ۾ مشغول رهي، ساهسي راءِ ۽ رام کي دعائون ڪندا رهن ٿا." *(چچ نامو سنڌي، ص 24-25)*

راءِ خاندان جي اٽڪل روءِ هڪ صدي خانداني سلطنت جي خاتمي جي سببن مان، هڪ سبب خود چچ جي سنڌ جي دربار ۾ پهچ ۽ رسائيءَ کي ڄاڻايو آهي. هڪ ڏينهن وزير بيمار ٿي پيو. تڏهن ڪجهه ضروري ڪاغذن جي اُڪلاءَ جو مسئلو پيش آيو. ان وقت چچ برهمڻ کي مسئلي جي حل لاءِ سڏ ٿيو. راجا محلات ۾ موجود هو ۽ چچ کي اندر سڏايو ويو. راجا جي زال، راڻي 'سوهندي' (سونهن ديوي) پردي ۾ وڃڻ گهريو پر ساهسيءَ چيو ته برهمڻ کان ڪهڙو پردو ڪبو؟ راجا کي برهمڻ چچ جو ڪم ۽ چال چلت تمام گهڻي پسند آئي. ان ڪري راءِ ساهسيءَ حڪم ڏنو ته، "اڄ کان پوءِ پرائيويٽ سيڪريٽريءَ جو عهدو ڪيس (چچ) کي، ڏنو وڃي، جيئن محلات ۾ اندر اچي ضروري سوال جواب ڪندو رهي". *(تحفة الڪرام سنڌي، ص 10-11)*

ان عرصي ۾ ڄاڻايو وڃي ٿو ته راڻي، چچ تي عاشق ٿي پئي ۽ چچ سان ملڻ لاءِ ڪيس ڪيئي پيغام موڪليائين، پر هو هميشه لنوائيندو رهيو. چچ جي حڪومت ۽ عوام ۾ وڏي مڃتا ٿي. ڪجهه وقت کان پوءِ راءِ ساهسي بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي پيو. ان حالت ۾ راڻي پريشان ٿي، چچ کي گهُرائي چيو ته، "راءِ جو حال اجهو هي آهي. ڪيس ڪو به فرزند ڪونهي. ضرور سندس مائٽ ملڪ جا وارث ٿيندا، جي توکي ۽ مون کي ڪين ڇڏيندا، تنهنڪري ارادو اٿم ته ڪو حيلو هلايان، جيئن راجا ئي توکي ملي وڃي." چچ جڏهن ها ڪئي، تڏهن راڻيءَ اميرن کي پيغام موڪليو ته، "راءِ ساهسيءَ کي ڪجهه افاقو ٿيو آهي، ليڪن ٻاهر نڪرڻ جي طاقت نه اٿس. گهڻا ڏينهن ٿيا آهن، جو ملڪ جو ڪاروبار يعني رياستي ڪم ڪار بيهي ويو آهي، تنهنڪري حڪم ڪيو اٿس ۽ پنهنجي مهر چچ جي حوالي ڪئي اٿس ته سندس پاران تخت تي ويهي، نائب جي حيثيت ۾ ملڪ جو ڪاروبار هلائي. توهان سڀ حاضر ٿيو." *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 11-12)* ٿورو پوءِ سڀني اميرن ۽ مکيه ماڻهن حاضر ٿي چچ جو سلام ڪيو ۽ سندس تبعداري ڪئي. ان بعد راءِ ساهسي تمام ٿوري عرصي ۾ گذاري ويو. راجا چچ ۽ راڻي سونهن ديويءَ مختلف

حيلن سان، اقتدار تي مڪمل قبضو ڪري ورتو ۽ مخالفن کي تابع بنايو. ان ريت راڻيءَ پنهنجي من جون مرادون ماڻي ورتيون. ان کان پوءِ راءِ ساهسيءَ جي لاش کي ٻاهر آڻي، مذهبي رسمن سان سندس ڪريا ڪرم ڪيو ويو. راءِ خاندان جو حڪومتي دور پورو ٿيو.

مير قانع لکيو آهي ته هن گهراڻي جي پنجن بادشاهن جملي هڪ سئو ستيتيهه سال حڪومت ڪئي، تنهن کان پوءِ برهمڻن جي حڪومت شروع ٿي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 12)* ڊاڪٽر بلوچ جي تحقيق موجب *(حوالو مٿي ڏنل)*، آخري راءِ ساهسي ڪل اڻاويهه سال (626ع-652ع)، سنڌ تي حڪومت ڪئي. راءِ خاندان جو دور حڪومت، سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم جي مجتا ۽ اهميت جي ڪري، تمام وڏي اهميت رکي ٿو. چچ جي دور ۾ ٻڌ ڌرم جو زوال شروع ٿي ويو هو ۽ هندو ڌرم پوري شدت سان اڀريو هو. جنهن کي رياست جي سرپرستي حاصل رهي هئي.

**برهمڻ دور حڪومت:**

راءِ خاندان جي آخري بادشاهه راءِ ساهسيءَ (ٻئي) جي وفات کانپوءِ برهمڻ 'چچ' سنڌ جو راجا بڻجي تخت نشين ٿيو. چچ راءِ جي بيوه سُهنديءَ (سونهن ديويءَ) سان شادي ڪري هڪ سگهاري پوزيشن ۾ نروار ٿيو. ڊاڪٽر ايچ. ٽي ليمبرڪ جي تحقيق موجب، اقتدار جي هيءَ تبديلي 644ع (24هه) ۾ آئي. جڏهن ته ڊاڪٽر بلوچ موجب، سنڌ ۾ برهمڻ راڄ 652ع (32هه) ۾ قائم ٿيو. جيڪا راءِ وڌيڪ دُرست لڳي ٿي. ان زماني ۾ عرب دنيا ۾ اسلامي انقلاب اچي چڪو هو ۽ اسلام تيزيءَ سان ايشيا ۽ آفريقا ۾ پکڙجي رهيو هو. اهي اٺ سٺ سال پوءِ سنڌو ماٿريءَ تي به پيا، جنهن جو ذڪر اڳتي ڏنو ويو آهي.

سنڌ تي راءِ خاندان ۽ برهمڻ گهراڻي جي اٽڪل روءِ ٻن صدين جي حڪمرانيءَ جي هڪ خاص اهميت رهي آهي. جيئن مٿي ڄاڻايو ويو آهي ته، سنڌو سڀيتا جي باني يا راڄ گهراڻي بابت اسان کي مڪمل ڄاڻ نه ملي آهي. ٻيو ته قديم سنڌ جي تاريخ تي اڪثر بيروني حملي آورن ۽ فاتحن توڙي قابض گهراڻن يا بادشاهن جو غلبو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ان پس منظر ۾ خود سنڌ اندر لکيل ڪتاب 'چچ نامہ' ذريعي، اسان کي پهريون ڀيرو جا قديم سنڌ جي جيڪا ڏيهي تاريخ لکيل ملي ٿي، اها راءِ خاندان ۽ برهمڻ گهراڻي جي حڪومتن بابت آهي. ٻنهي گهراڻن آزاديءَ، عزت ۽ وقار سان سموري سنڌو ماٿر تي حڪمراني ڪئي. سندن حڪمرانيءَ جي حد اٽڪل روءِ موجوده پاڪستان وارن علائقن ۽ ڪشمير تائين پکڙيل ڏسجي ٿي.

**راجا چچ:** برهمڻ خاندان جو پهريون راجا چچ، چاليهه سال، ٻيو حاڪم راجا چندر (چچ جو ڀاءُ) ساڍا ست سال ۽ ٽيون يا آخري راجا ڏاهر (چچ جو پٽ) تيرهن سال سنڌ جا حاڪم رهيا. هيٺ هڪ چارٽ ذريعي، راءِ ۽ برهمڻ خاندانن جي حاڪمن ۽ زماني کي نروار ڪجي ٿو:

**راءِ خاندان:**

| | |
|---|---|
| (1) راءِ ديواجي (ڏياچ) | 550ع کان .... ؟ |
| (2) راءِ سيهرس (اول) | ؟- ؟ |
| (3) راءِ ساهسي (اول) | ؟- ؟ |
| (4) راءِ سيهرس (ٻيو) | ؟- ؟ |
| (5) راءِ ساهسي (ٻيو) | 626ع- 652ع |



SHADED PORTION – KINGDOM OF SIND UNDER CHACH (630 A.D. – 670 A.D.)

**برهمڻ گهراڻو:**

| | |
|---|---|
| (1) راجا چچ | 652ع- 691ع |
| (2) راجا چندر | 691ع- 699ع |
| (3) راجا ڏاهر | 699ع- 712ع |

راجا چچ، پورا چاليهه ورهيه سنڌ تي راڄ ڪيو. جيڪو هڪ وڏو عرصو آهي. سنڌ جي پهرين لکيل تاريخي ڪتاب 'چچ نامہ' ۾ سندس دور بابت تفصيلي ڄاڻ ملي ٿي. ان جي مدد سان ڪجهه مکيه واقعن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو.

چچ، سنڌ جي راجا ٻنجڻ ۽ سونهن ديويءَ کي پنهنجي راڻي بڻائڻ کانپوءِ ملڪ طرف ڌيان ڏنو سڀ کان اول هن پنهنجي ڀاءُ چندر کي، جيڪو ٻڌ پوڄاري هو اروڙ ۾ آڻي مکيه مرتبي تي فائز ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. جيتوڻيڪ چندر هن سان اتفاق نه ڪيو پر راجا چچ جي زور ڀرڻ تي اروڙ ۾ آيو ۽ ڪيس 'اپيلن جي ڪورٽ' جو سربراهه مقرر ڪيو ويو. ان بعد چندر کي اروڙ ۾ پنهنجو نائب مقرر ڪيائين. چندر جي مقرريءَ بابت جيڪو پروانو جاري ٿيو، اُن جو متن ڪجهه هن ريت آهي:

"جڏهن سيلائج جي خدا، اسان کي تخت ۽ تاج جو لائق بڻائي، اسان جي بادشاهيءَ جو حڪم جاري ڪيو تڏهن واجب آهي ته رعيت، جا خدا تعاليٰ جي امانت آهي ۽ اسان جي هٿ هيٺ آهي، تنهن جي نگرانيءَ ۾ تمام گهڻي ڪوشش ڪئي وڃي ۽ عدل ۽ انصاف جي رستي سندن خوشحالي ۽ حالات سڌارڻ لاءِ تمام گهڻو سَعيو عمل ۾ آندو وڃي، جيئن ڪو به طاقتور، هيٺي تي ظلم نه ڪري ۽ اسان کي خدا تعاليٰ جي دربار ۾ بي تميزيءَ ۽ بي تدارڪيءَ جي ڪري وٺ پڪڙ نه ٿي سگهي. تنهنڪري هي وڏو ڪاروبار ۽ نازڪ ڪم منهنجي ڀاءُ "راهبن جي چِٽ" چندر جي ذمي لڳايو ويو آهي ته هو روبرو خواه پرپٺ انهيءَ کي سنڀالي ۽ پوءِ سپاهه، ڏسٽن وائسٽن ماڻهن خواه رعيت تي لازم آهي ته سندس حڪم ۽ صلاح کان ٻاهر نه وڃن ۽ سندس فرمانبرداري لازمي سمجهن. *(چچ نامو سنڌي، ص: 42-43)*

اهڙي بندوبست ۽ اطمينان ڪانپوءِ، هڪ ڏينهن راجا چچ، پنهنجي وزير ٻڌيمن کي طلب ڪيو ۽ معلوم ڪيو ته راءِ ساهسيءَ جي دور ۾ سنڌ ملڪ جون حدون ڪهڙيون هيون ۽ انهن چئن حاڪمن بابت پڇيو ته اهي ڪير آهن، ته جيئن ساڻن ملاقات ڪري ملڪي حالات معلوم ڪجن. جي وفاداري ڏيکارين ته انهن کي برقرار رکجي ۽ جي مخالفت ڏيکارين ته ڪين هٽائجي. ان لاءِ ته جيئن ملڪ جي انتظام ۾ ڪو رُخنو نه پوي ۽ رعيت سُک سانت سان رهي. وزير ٻڌيمن راجا کي گهربل جاڻ ڏني ۽ عزت توڙي نهنائيءَ سان، ملڪ جي ڀلي خاطر ڪي تجويزون به ڏنيون. وزير جي گفتگوءَ مان راجا چچ ڏاڍو خوش ٿيو. ان ريت هن مطمئن ٿي بادشاهيءَ تي مڪمل ضابطي حاصل ڪرڻ لاءِ رٿابندي ڪئي. اروڙ جي حڪومت جي حدن ۽ انهن کي نروار ڪرڻ جو فيصلو ڪيائين. آسپاس جي حاڪمن کي خط لکي حالتن کان آگاهه ڪري، کي هدايتون به ڏنائين. اروڙ مان لشڪر ساڻ ڪري بياس نديءَ جي ڪناري تي پاٽيا جي قلعي تي ڪاهه ڪيائين. خونريز جنگ ڪانپوءِ پاٽيا جو راجا اسڪلنده ڏانهن ڀڄي ويو چچ قلعي تي قبضو ڪيو جنگ جي ڪري اتي جي ماڻهن کي گهڻي تڪليف پهتي. پاٽيا جو راجا اسڪلنده پهتو جو هي علائقو پڻ سندس قبضي ۾ هو خاطر خواه بندوبست ڪري راجا چچ پاٽيا کان اسڪلنده ڏانهن روانو ٿيو اسڪلنده کي 'اُچ' پڻ چوندا آهن. هن قلعي (اسڪلنده) ۾ شجاع (؟) نالي هڪ سپهه سالار رهندو هو جيڪو چچ جي طرف گهڻو مائل هو. ان ڪري چچ هڪ خاص ماڻهوءَ کي امين ڪري قلعي تي مقرر ڪيو ۽ ان جي معرفت شجاع سان معاملا حل ڪرڻ جو سوچيو. شجاع کي پيغام موڪليو ويو ته راجا چتر (پاٽيا جي حاڪم) کي حيلي بهاني سان قتل ڪري يا گرفتار ڪيو وڃي. بدلي ۾ اسڪلنده جي حاڪميت جو پڪو پروانو سندس نالي جاري ڪيو ويندو. آخرڪار راجا چتر ڪُسجي ويو ۽ اتي جي حاڪميت شجاع منهيي کي ڏني وئي، جنهن راجا چچ جو فرمانبردار حاڪم ٿي رهڻ جو انجام ڪيو. شهر جي معتبر ماڻهن به پوءِ، راجا چچ سان ملي پنهنجي وفاداري ڏيکاري ۽ کيس نذر نياز توڙي تحفا پيش ڪيا. چچ، اتي جي امين کي شجاع سان وفادار رهڻ جو تاڪيد ڪيو ته جيئن ملڪي معاملا ڪنهن به رنڊڪ کان سواءِ هلندا رهن.



اسڪلنده جي فتح ڪانپوءِ راجا چچ سِڪّہ ۾ ملتان طرف منزل ڪئي. سِڪّہ جو قلعو ملتان جي سامهون اپرندي طرف ڪان هو. ملتان جو حاڪم بجهراءِ، راءِ ساهسيءَ جو مائٽ هو. بجهراءَ جو پائٽيو سيهول، سِڪّہ جي قلعي جو ڪمانڊر هو. ملتان جي حاڪم وٽ وڏو ملڪ ۽ گهڻو لشڪر هو. راجا چچ جي اچڻ جو اطلاع ملندي، هو وڏي لشڪر سان راويءَ جي ڪناري تي اچي پهتو. بجهراء جو سوٽ اجسين ڪافي وڏي فوج سان چچ جي مقابلي لاءِ تيار ٿيو. چچ فيصلي ڪن معرڪي لاءِ ٽي مهينا انتظار ڪيو. جڏهن نديءَ جو پاڻي گهٽ ٿيو. تڏهن ڪنهن ماڳ تان راوي ندي ٽپي، سِڪّہ جي شهر ۾ پهچي سيهول سان جنگ جوٽيائون. جنگ ۾ ٻنهي طرفن جا بهادر ڪسجي ويا. شهر جا ماڻهو به گهڻو تنگ ٿيا، تڏهن سيهول شهر ڇڏي ملتان ڏانهن هليو ويو. ملتان جي حاڪم لشڪر سميت راوي نديءَ تي پهچي مقابلي جي تياري ڪئي. سِڪّہ جي قلعي ۾ موجود پنج هزار لشڪر کي ناس ڪيو ويو. مقامي ماڻهن سان به ڪا رعايت نہ ٿي. سِڪّہ جو بندوبست ڪري چچ ملتان طرف روانو ٿيو. راجا بجهراءَ زبردست لشڪر، جنگي هاٿي ۽ بهادر جَٽا وٺي چچ جي سامهون ٿيو. زبردست جنگ لڳي. ٻنهي طرفن ڪان بي شمار لشڪر مارجي ويو. آخرڪار بجهراءِ ميدان ڇڏي ملتان جي قلعي ۾ اچي ويٺو. هن ڪشمير جي بادشاه ڏانهن عيوضي موڪلي چچ جي ارادن ۽ فتوحات ڪان کيس آگاهہ ڪيو. ان سان گڏ چچ جي رستي روڪ لاءِ فوجي مدد به گهري. ڪشمير ملڪ مان کيس اها موٽ ملي تہ هتي جو بادشاه تازو فوت ٿيو آهي، سندس پٽ تخت نشين ٿيو آهي، پر هو ننڍيءَ عمر جو آهي ۽ ننڍا ننڍا حاڪم ۽ عملدار به نافرمان ٿي ويا آهن. ان ڪري ڪشمير جي راجا مان مدد جي اميد رکڻ نہ کپي.

قاصد بجهراءِ کي اچي رپورٽ پيش ڪئي، تڏهن کيس گهڻي مايوسي ٿي. چوندا ماڻهن معرفت صلح لاءِ راجا چچ سان ڳالهيون شروع ڪيون ويون. ان موجب بجهراءِ ڪان سواءِ سندس تابيعدارن، واسطيدارن ۽ پوئلڳن سميت، سيني جي جان جي امان طلبي وئي، ڪنهن طرف وڃڻ لاءِ رستي جي حفاظت جي به درخواست ڪئي وئي. چچ هنن شرطن کي قبول ڪيو. بجهراءِ ۽ سندس ماڻهو ملڪ ڇڏي ڪشمير طرف روانا ٿيا. تڏهن چچ قلعي ۾ داخل ٿي ملتان جي شهر ۽ سموري علائقي جو انتظام سنڀالي ورتو. ملتان جي قلعي تي هڪ ٺڪر کي نائب مقرر ڪري، شهر جي بت خاني ۾ ويو. عبادتون ڪيائين ۽ خير خيراتون ڪري اڳتي وڌڻ جو پڪو ارادو ڪيائين. برهمپور، ڪروڙ ۽ اشهار جي راجائن خدمت جا شرط بجا آندا. اتان ڪان پوءِ راجا چچ تاڪيه ۽ ڪشمير جي حد تائين پهتو. وات تي ڪنهن به راجا ۽ بادشاه سامهون ٿي سندس رستي روڪ نہ ڪئي. جتي پهتو ٿي، اُتي سندس سوڀ ٿي. تاڪيه ڪان مٿيرو شاڪلهار پهتو. جتي ڪشمير جي سرحد آهي. آسپاس جي راجائن ۽ زميندارن کي مغلوب ڪري، انهن سان پڪا پختا عهدناما ڪري، سنڌ ملڪ جي انتظام کي مضبوط ڪيائين. پنج ماهيات نديءَ جي ڪناري تي هڪ چڪي بيد جي وڻ جي ۽ ٻي صنوبر جي وڻ جي هنيائين. اتي راجا چچ ڪافي وقت ترسيو جڏهن هر لحاظ ڪان مطمئن ٿيو تڏهن اعلان ڪيائين تہ سنڌ ملڪ جي ڪشمير تائين حد مقرر ڪجي ٿي ۽ اسان کي اڳتي نہ هلڻ گهرجي.

راجا چچ اتر پاسي ڪان دلجوئي ڪري اروڙ موٽي آيو هڪ سال تائين آرام ڪري سفر جي تڪليف جو ٿڪ لاٿائين. ان عرصي ۾ سپهہ سالار ۽ سپاهہ نئين مهم جي زبردست تياري ڪري ورتي. بعد ۾ وڏيڪ سفر ۽ مهم لاءِ پنهنجي وزير ڪان صلاح ورتائين. جنهن پڻ ان جي تائيد ڪئي. چگوستارو ڏسي راجا چچ، ٻڌيہ (ساهتي؟) ۽ سيوستان (سيوهڻ) جي قلعن ڏي روانو ٿيو چچ ان جاءِ ڪان درياهہ ٽپيو جنهن کي 'ديهات' چوندا هئا. هي علائقو ان وقت سمن ۽ اروڙ جي وچ وارو دنگ سمجهيو ٿي ويو. اتان ڪان چچ ٻڌيہ روانو ٿيو اتي جي مرڪزي شهر کي ڪاڪا راج چوندا هئا. انهن جو حاڪم سرڪونڌ پٽ پنڊرڪو پڪشو هو ٻڌيہ جي رهاڪن کي سيويس چوندا هئا. چچ انهن تي حملو ڪري سيويس جو قلعو فتح ڪيو. ڪاڪي جي پٽ وڪيي اڳتي وڌي، پنهنجي پيءُ ۽ تابيعدارن لاءِ امان گهري ۽ چچ پاران مڙهيل ڏل قبول ڪري فرمانبرداري قبول ڪرڻ جو اعلان ڪيو چچ ٻڌيہ جي ڪامياب مهم ڪانپوءِ سيوستان ڏانهن رُخ رکيو اتي راجا متو راج ڪندو هو متي وڏي دبدبي ۽ شان شوڪت سان لشڪر وٺي چچ کي للڪاريو. ليڪن مختصر جنگ ڪانپوءِ متي پڇي وڃي قلعي ۾ پناهہ ورتي. چچ قلعي جي گهيري جو حڪم ڏنو هڪ هفتي اندر ماڻهو تنگ ٿي پيا. پڪو انجام ٻڌي ٻاهر نڪتا ۽ ڪوٽ جون ڪنجيون چچ جي اميرن جي حوالي ڪيائون. چچ کين امان ڏيندي معاف ڪري نوازيو ان بعد راجا مَتي سان عهد اقرار ڪري، علائقي جي حڪومت به کيس سپرد ڪيائين. چچ ڪجهہ ڏينهن سيوستان ۾ ترسي انتظام کي درست ڪري، پنهنجو هڪ اعتماد جوڳو ماڻهو اتي جي لاءِ نگران مقرر ڪري، اڳتي وڌڻ جو فيصلو ڪيو.

راجا چچ جي نئين منزل برهمڻ آباد طرف هئي. راجا پاران لوهاڻي جي بادشاه اگهم يعني لاڪا، سما ۽ سهتا قبيلن جي حاڪم ڏانهن فرمان موڪلي، انهن ڪان پنهنجي فرمانبرداريءَ جي اميد ڪيائين. جاسوسن هڪ ماڻهوءَ کي هڪ خفيہ خط سان پڪڙيو هي خط اگهم لوهاڻي پاران سيوستان جي حاڪم مَتي جي دِلجوئيءَ خاطر لکيو ويو هو. جيتوڻيڪ متي ۽ چچ ۾ ناهہ ٿي چڪو هو پر هو حالتن مان مطمئن نہ هو ان ڪري بعد ۾ ريگستان جي بادشاه (پَتيءَ) کيس (مَتو) پناهہ ڏني هئي. راجا چچ هڪ فرمان ذريعي اگهم لوهاڻي کي پنهنجي بادشاهيءَ متعلق آگاهہ ڪيو ۽ هن ڪان فرمانبرداريءَ ۽ اطاعت جو مطالبو ڪيو ان وقت اگهم، برهمڻ آباد ڪان ٻاهر ويل هو هن کي چچ جي ارادن جي خبر پئي تہ هو تمام تڪڙو دارالحڪومت پهتو ۽ لڙائيءَ جو سامان ۽ هٿيار تيار ڪيائين. ٻنهي ڌرين ۾ زبردست جنگ لڳي ۽ ڪيئي جوڌا جوان ڪسجي ويا. آخرڪار اگهم مجبور ٿي پڳو ۽ وڃي قلعي بند ٿيو راجا چچ ۽ اگهم جي وچ ۾ هڪ سال تائين جنگ جاري رهي. ان عرصي ۾ ڪنوج (هندستان) جو راجا ستبان پٽ راسل هو. اگهم خط لکي هن ڪان مدد گهري، پر جواب اچڻ ڪان اڳ ۾ اگهم وفات ڪري ويو ۽ سندس پٽ گادي سنڀالي ورتي.

اگهم جي علائقي ۾ هڪڙو ٻڌمت جو شمني (پروهت) پوڄاري رهندو هو. ان جو نالو 'ٻُڌ رکوُ' چيو وڃي ٿو. هي پروهت راجا اگهم جو ذاتي دوست به هو. اگهم ڌرمي طرح سان سندس پوئلڳ به هو. اگهم هڪ سال تائين چچ سان لڙائي ڪئي، ان ۾ سڌي ۽ اڻ سڌي طرح سان، 'ٻُڌ رکيءَ' پروهت جو اهم ڪردار هو. ٻڌ رکو هڪ بتخاني کي سنڀاليندو هو. جنهن کي 'ٻُڌ نو وِهار' چوندا هئا. ساڳيو پروهت 'ڪنوهار' بت جو راهب به هو. هي پروهت بندگي ۽ پڳتيءَ ۾ مکيه ڪردار جو مالڪ هو. هن جا ڪيئي پوئلڳ هئا. 'ٻُڌ رکيءَ' حالتن جو اندازو ڪري، چيو ته اڳي پوءِ هي ملڪ چچ جي حڪومت ۾ ايندو. ان ڪري پنهنجي عزت ۽ مال ملڪيت بچائڻ لاءِ اگهم جي پٽ کي چچ سان صلح جي صلاح ڏنائين. هن جي لشڪر وڏيڪ جنگ ڪرڻ کان انڪار ڪيو. تڏهن راجا چچ سان ٺاهه ڪري پنهنجو قلعو ان جي حوالي ڪيائين.

راجا چچ کي جڏهن معلوم ٿيو ته، اگهم ۽ سندس پٽ جي ان پروهت (ٻڌ رکي)، جادو ۽ مڪاريءَ ذريعي مدد پئي ڪئي، ان ڪري هڪ سال تائين جنگ هلي ۽ خون خرابو ٿيو. تڏهن هن (چچ) قسم کنيو ته جڏهن قلعو فتح ڪري اگهم ۽ سندس خاندان تي ضابطو ڪري وٺندس. ان وقت 'ٻُڌ رکيءَ' پروهت جي کَلَ لاهي هن کي سخت ترين سزا ڏيندس. پروهت کي هيءَ خبر پئي ته کِلي ڏنائين ۽ چيائين ته: چچ کي ايتري طاقت ڪانهي جو مون کي برباد ڪري سگهي. برهمڻ آباد جي قلعي لاءِ ڊگهي لڙائي هلي، مقابلا ٿيا ۽ گهڻا ماڻهو مُئا ۽ برباد ٿيا، تڏهن انهن لڙائي بند ڪري امان گهرندي، صلح جي آڇ ڪئي. مکيه ماڻهن ۽ اڳواڻن جي معرفت ٻنهي ڌرين ۾ ٺاهه ٿيو ۽ قلعو چچ جي حوالي ڪيائون. چچ اندر اچي چيو ته: جيڪڏهن توهان وڃڻ چاهيو ٿا ته ڀلي وڃو، ڪو به اوهان کي نه روڪيندو. جيڪڏهن توهان رهڻ جو فيصلو ڪيو هجي ته ڀلي وينا رهو. اگهم جي پٽ ۽ سندس تابيعدارن پنهنجي مٿان چچ جي مهرباني ڏٺي، سو رهي پوڻ پسند ڪيائون. چچ هن فيصلي تي خوش ٿيو. اگهم جي بيوهه سان پاڻ شادي ڪيائين. پنهنجي ڀائٽي ڌهيسي جي ڌيءَ اگهم جي پٽ سربند کي شادي ڪري ڏنائين. راجا چچ هن علائقي ۾ هڪ سال رهي ڍل وصول ڪرڻ جو بندوبست ڪيو ۽ آسپاس جي راجائن کي پڻ مطيع بنايائين.

ان بعد راجا چچ، 'ٻُڌ رکيءَ' پروهت بابت معلومات ورتي. ڪيس پروهت جي پرهيزگاري، عبادت ۽ مشغولين جي باري ۾ ٻڌائي، اها به خبر ڏني وئي ته خدا جي وڏي خلق هن جي اثر ۾ آهي. ان تي راجا ڪيس روبرو ڏسڻ جو فيصلو ڪيو ان لاءِ پاڻ ٻڌ جي مندر 'ڪنوهار' پهتو. محافظن کي چيائين ته منهنجي اشاري ملندي ئي پروهت جو ڪم پورو ڪيو وڃي. راجا مندر ۾ پهتو ته ان وقت پروهت ڪرسيءَ تي عبادت ۾ مشغول هو. هن جي هٿ ۾ سخت ڇوهيل مٽي هئي، جنهن مان بت ٺاهي مهر جهڙي هڪ شيءِ انهن بتن تي هڻندو ٿي ويو. جنهنڪري انهن تي ٻڌ جي تصوير چٽجي ٿي پيئي ۽ هو مڪمل ٿي ٿي پيا. تنهن کان پوءِ انهن کي هڪ جاءِ تي رکندو ٿي ويو. هڪ ڪلاڪ جي وقفي کان پوءِ هن جي راجا چچ تي نظر پئي، ٻنهي ۾ گفتگو ٿي. چچ کي پروهت کي مارائڻ جي همت نه ٿي. ڪانئس دعائون وٺي ڪيس برهمڻ آباد ۾ ڪوسرڪاري عهدو قبول ڪرڻ لاءِ عرض ڪيائين. پر پروهت انڪار ڪيو البت راجا کي 'ٻُڌ نو وهار' جي مرمت لاءِ چيائين، جنهن جي تعمير جو انجام ڪري چچ برهمڻ آباد موٽي آيو هت هي ڳالهه به نوٽ ڪرڻ گهرجي ته اگهم جو ماڳ لاڙ ۾ هو جو پوءِ سندس نالي جي نسبت سان 'اگهم ڪوٽ' ۽ 'اگهاماڻي' سڏجڻ ۾ آيو.

ان بعد راجا اگهم ڪوٽ مان برهمڻ آباد واپس آيو جتي قلعي ۾ ترسي ملڪ جي ڪاروبار ۽ آمدني ۽ رعيت جي سک جا بندوبست ڪيائين. هو هتان جي جتن تي گهڻو ڏمريو جتن جي اڳواڻن کي سزا ڏيندي، ڪانئن ضمانتون وٺي قلعي ۾ بند ڪري مٿن سخت قسم جا شرط نافذ ڪيائين. تاريخي ڪتاب چچ نامي ۾ شرطن بابت لکيو آهي ته، "اُهي سواءِ ڪن خاص حالتن جي ترار نه ڪڻندا، بخمل ۽ ريشم جا ڪپڙا نه پهريندا، مٿين چادر ڪٽي سوٽي به هجي، پر هيٺين چادر ضرور اوني ڪاري يا ڳاڙهي رنگ جي ٻڌندا. گهوڙي تي هَنو نه رکندا، مٿو ۽ پير اگهاڙا رکندا، گهر کان ٻاهر نڪرندا ته ڪُتا پاڻ سان ڪڻندا، برهمڻ آباد جي گورنر جي بورچي خاني لاءِ ڪاٺيون پهچائيندا رهندا، مخبري يا جاسوسيءَ جو ڪم به اهي ڪندا (چچ نامو. سنڌي: ص: 65). ائين ڪرڻ سان جتن تي ڀروسو ڪيو ويندو. ڪين سربند پٽ اگهم سان به سچو رهڻو پوندو. برهمڻ آباد تي حملي جي صورت ۾ به ڪين ثابت قدم رهڻو پوندو. ان بعد راجا چچ برهمڻ آباد جي بهتريءَ لاءِ ڪي فيصلا ڪيا. باغين کي سخت سزائون ڏنيون ۽ مٿن ڳرا ڏنڊ وڌا. ان پس منظر ۾ مملڪت جو ڪاروبار ٺيڪ ڪيو ويو.

برهمڻ آباد جي اطمينان ڪانپوءِ، راجا چچ کي ڪرمان ذريعي مڪران جي حد نروار ڪرڻ جو فڪر لاڳو ٿيو. چو ته مڪران جي علائقي سنڌ (هندستان) جي خطي سان لاڳاپو رکيو ٿي. ان وقت ايران جا حالات ٺيڪ نه هئا، ان ڪري فطري طرح سان راجا کي ان طرف ڌيان ڏيڻو پيو.

راجا چچ نجومين سان صلاح مصلحت ڪري، وڏي فوج سان مڪران لاءِ ڪرمان جي طرف کان پيش قدمي ڪئي. هن سفر لاءِ پهريان ارمابيل (لسبيلي؟) روانو ٿيو. اهو علائقو ٻڌمت جي هڪ شمنيءَ جي ضابطي ۾ هو. هن جو تعلق راءِ سهيرس جي گورنرن جي اولاد مان هو. جنهن کي سچائيءَ ۽ ڪنهن خصوصيت جي مدنظر مقرر ڪيو ويو هو. وقت جي تبديليءَ سان اهو شمني حڪومت جو مخالف ٿي پيو هو. چچ ارمابيل (لسبيلي) پهتو ته شمني اڳتي وڌي سندس استقبال ڪيو. هن چچ جي سچائيءَ کي پرکي ڏانهنس دوستيءَ جو هٿ وڌايو. جڏهن سنڌ جي راجا چچ کي ارمابيل مان خاطري ملي، تڏهن اتان مڪران جي علائقي ڏانهن روانو ٿيو ماڻهن ۾ نافرمانيءَ جي ڪيفيت ڏنائين. نيٺ مڪران جا لڪ ۽ جبل لتاڙي بين شهرن ۾ پهتو. اتي پنجپور (پنج گور؟) نالي هڪ پراڻي قلعي ۾ پهتو. هن قلعي کي نئين سر ٺاهڻ جو حڪم ڏنائين. اتي شام ۽ باڪ قِنڊ جي مهل هندن جي پنجتوري يعني پنجن

سازن واري نوبت رسم موجب مقرر ڪيائين. سيني ڳوٺاڻن کي ڳڌ ڪري عمارت جي مڪمل ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. راجا چچ اتان منزل ڪٽي ڪرمان پهتو ۽ انهيءَ نهر تي لٿو جيڪا ڪرمان ۽ مڪران جي وچ تي آهي. اتي پهچي ايرندي جي حد نروار ڪيائين ۽ نهر جي ڪناري تي ڪجين جو وڻ انگ لڳائي، اعلان ڪيائين ته مڪران ۽ ڪرمان جي وچ جي حد هي ڪجين جا وڻ آهن. پوءِ چچ ارمابيل ڏانهن موٽي آيو ۽ ملڪ توران مان گذري اچي پورالي ندي ٽپيو. ڪنهن به هن سان جنگ نه ڪئي. اتان ڪان چچ قندابيل (قنڌار) پهتو رڻ پٽ اُڪري 'حصار' جو رخ رکيائين، جتي جا ماڻهو قلعي بند ٿي ويٺا. چون ٿا ته راجا چچ سيبي (سبي؟) جي نهر تي منزل انداز ٿيو. آخرڪار ماڻهو تنگ ٿيا ۽ پيش پيا. چچ بادشاهه کين معاف ڪندي، طئه ڪيو ته هڪ سؤ جابلو گهوڙا ۽ هڪ لک درهم ساليانی ڍل ڏيندا. هي ڏنڊ ڏوهه سال جي حساب سان اڳواٽ وصول ڪيو ويو. ان ريت ڏوهارين لاءِ جزا ۽ سزا جو هڪ مثال قائم ٿي ويو. اهڙيون تاريخ ساز سوڀون حاصل ڪري راجا چچ واپس تختگاهه اروڙ موٽي آيو. زندگيءَ جا باقي ڏينهن خير سان پورا ڪري، سنڌ ملڪ تي چاليهه سال بادشاهي ڪرڻ بعد وفات ڪيائين. حڪمراني ڪرڻ لاءِ هي هڪ ڊگهو عرصو آهي، جيڪو شايد ئي ڪنهن بادشاهه يا شهنشاهه کي نصيب ٿيو هجي. جيتوڻيڪ 'چچ نامه' جي ليکڪ چچ جي شاديءَ بابت، ڪجهه متضاد بياني ڪئي وئي آهي، ان هوندي به ساڳئي ڪتاب موجب، چچ کي ٻه پٽ: ڏاهر ۽ ڏهرسينه هئا، ۽ پڻ ڪيس هڪ نياٽي هئي. جنهن جو نالو مايين لکيو ويو آهي. ڪتاب 'چچ نامه' جي شرح لکندڙ چچ جي اولاد جي سلسلي ۾ هڪ چارٽ تيار ڪيو آهي: پڙهندڙ هي چارٽ ڏسي چچ جي وڏن ۽ اولاد جي باري ۾ واضح ڄاڻ حاصل ڪري سگهندا. جيئن مٿي برهمڻ خاندان جي راڄ متعلق هڪ چارٽ ڏنل آهي، ان موجب راجا چچ ڊگهي مدّت جي حاڪميت ڪان پوءِ 72هه/ 691ع ۾ فوت ٿي ويو. چچ بابت هي اڪثر مواد 'چچ نامه' تان ڪنيل آهي.




**راجا چندر جو دور:** چچ جي چاليهن سالن جي دور ڪانپوءِ، سنڌس ڀاءُ چندر اروڙ جي شهر ۾ سنڌ جو نئون راجا بنجي ويٺو هو هڪ زاهد ۽ عبادتگذار شخص هو. هندو ڌرم کي ٽيڪ ڏنائين ۽ ان جو خوب پرچار ڪيائين. هندستان جي بادشاهن سان به رسمي لاڳاپا قائم ڪيائين. سيوهڻ جو راجا مَتو ڪنوج ملڪ ڏي هليو ويو. هندستان تي ان وقت بارانسي بادشاهه هو ۽ ڪنوج سنڌس تابع هو. ڪنوج تي سهيرس پٽ راسل حاڪم هو. آخرڪار متو سهيرس جي معرفت بارانسي بادشاهه وٽ پهتو ڪيس عرض ڪيائين ته، چندر پڳت آهي ۽ سارو ڏينهن پڳتن سان مندر ۾ ٿو گذاري. هن ڪان ملڪ وٺڻ آسان آهي. ملڪ مون کي وٺي ڏيو. آءٌ فرمانبرداري به ڪندس ۽ پاڻ تي مقرر ٿيل ڍل به ڏيڻ لاءِ تيار رهندس. (*چچ نامو سنڌي، ص: 69*) سهيرس هي ڳالهيون ٻڌي تيار ٿي ويو. سنڌ ملڪ وٺڻ ڪان پوءِ مَتي کي به ان ۾ شامل ڪرڻ جي حامي ڀريائين. ان بعد سهيرس پنهنجي ڀاءُ برهاس پٽ ڪسائس کي لشڪر سان چندر جي ملڪ ڏانهن روانو ڪيو. وڏي چچ جو ڏوهٽو جيڪو ڪشمير ۽ رسل جو راجا هو ان به سهيرس جي اطاعت ڪئي. لشڪر وٺي چندر طرف روانا ٿيا. هاسي نديءَ وٽ پهچي منزل انداز ٿيا. ديوَهپور جي قلعي کي چندر جي ماڻهن ڪان خالي ڪرائي، اتي مخالف حاڪمن پنهنجو لشڪر مقرر ڪيو. ڪجهه وقت اتي رهي عبادت ڪيائون. ۽ پوءِ اڳتي روانا ٿيا. بند ڪاهوءِ وٽ اچي چندر کي ماڻهو موڪلي خط ذريعي امان گهرڻ ۽ فرمانبرداريءَ لاءِ تاڪيد ڪيائون. ليڪن چندر ائين ڪرڻ ڪان انڪار ڪيو. هن جنگ جي تياريءَ جو حڪم ڏنو. ڏهرسينه پٽ چچ کي برهمڻ آباد موڪليو ويو. هن شهزادي لوهاڻن کي مطيع ڪري ڪانئن فرمانبردار رهڻ جو وچن ورتو. ٻنهي طرفين زبردست جنگ ٿي. سهيرس جي لشڪر کي شڪست نصيب ٿي. هن اتڪل ذريعي ڏاهر (يا ڏهرسينه؟) کي، ٻاهر آڻي قتل ڪرڻ يا قيد ڪرڻ جي رٿا ذريعي راجا چندر جي ملڪ تي قبضي ڪرڻ جو ارادو ڪيو. ليڪن راجا چندر جا مخالف هن مهم جوئيءَ ۾ ناڪام ٿيا. تڏهن سيهرس صلح جو در کڙڪايو. هن سوچيو ته ائين ڪرڻ سان مخالفن کي ٻاهر ڪڍي عام قتلام ڪري سنڌ ملڪ تي قبضو ڪندو ۽ بادشاهي به سنڌس هٿ ۾ اچي ويندي. ان سموري ماجرا ۾ راسل جي طرف ڪان نيت صاف هئي. نيٺ هنن کي ڏاهر سان مد مقابل ٿيڻو پيو هڪ ٻئي کي ناڪام ۽ ڪمزور ڪرڻ لاءِ ماضيءَ جي جنگين ۾ جيڪي طريقا استعمال ڪيا ويندا هئا، سي راسل جي طرف ڪان ڪتب آندا ويا. ليڪن ڏاهر هڪ ذميدار ۽ سمجهدار سپهه سالار طور کين ناڪام بنايو ڪتاب 'چچ نامه' جي لکندڙ هن صورتحال کي چِٽو ڪندي سمجهايو آهي ته، "ڏاهر چيو ته اسان کي معلوم ٿي چڪو آهي ته تو کي اسان سان ٺڳي ڪرڻ جو خيال هو. تنهنڪري اسان کي تنهنجي ڳالهه تي اعتبار ڪونهي. ٺڳي ۽ بداعتماديءَ جي سزا ڀرپائين تنهنجي وزير کي ملي، جو ونگ هينان دٻجي مُئو. پوءِ وري تون اسان جي هٿان گرفتار ٿيو آهين. هاڻي ضمانت ڏي ته ديوهه پور جو قلعو ۽

جيڪا اسان جي ضمانت تو وٽ آهي، سا واپس ڪندين، تنهن کان پوءِ تنهنجي ضمانت واپس ڪنداسين.“ راسل پنهنجا ضامن اروڙ موڪليا، جن مان پنج چڱا مشهور اڳواڻ اروڙ جي قلعي ۾ جهليائون، تنهن ڪانپوءِ انجام وٺي ڪيس ڇڏيائون. ڏاهر انهن (راسل جي ضامنن) کي پنج سؤ بهادرن سان برهمڻ آباد موڪليو. راسل، ڏاهر جا اعتماد جوڳا ماڻهو پاڻ سان وٺي ويو، ۽ وڃي قلعو سندن حوالي ڪيائين. جيڪي ماڻهو وٽس رهيل هئا، تن کي به آزاد ڪيائين، جڏهن قلعي مان معتمدن جو خط ڏاهر کي پهتو. تڏهن راسل جي ضامن کي باعزت واپس موڪليائين، ۽ سندن وچ ۾ صلح ۽ موافقت ٿي. *(چچ نامو سنڌي، ص: 71-70)*

ان بعد راجا چندر آرام سان بادشاهي سنڀالي. هي رعيت جو گهڻو خيال رکندو هو. ملڪ ۾ امن، سک ۽ صلح سانت هو. ملڪ جو ڪاروبار نيڪ طرح سان هلڻ لڳو. تذڪرن موجب هن ست سال بادشاهي ڪئي ۽ ائين سال هي لاڏاڻو ڪيائين.

**راجا ڏاهر:** راجا چندر جي فوت ٿيڻ ڪانپوءِ، راجا چچ جو پٽ راجا ڏاهر سنڌ جي تخت ۽ حڪومت جو مالڪ ٿيو. جيتوڻيڪ مختلف مؤرخن ڏاهر جي دور بابت، مختلف اندازا لڳايا آهن، پر امڪاني طرح متي ڏنل ڊاڪٽر بلوچ جي راءِ، ڏاهر جي زماني ۽ سالن جي حساب سان قريب قريب درست لڳي ٿي. جديد تحقيق موجب راجا ڏاهر تيرهن سال حڪمراني ڪئي. هن جي حڪومت جو آغاز 80ھ/ 699ع کان شروع ٿي. سن 93ھ/ 712ع تي ختم ٿئي ٿو. سنڌ جي برهمڻ گهراڻي جو هي آخري راجا ثابت ٿيو. بلڪ ان کان پوءِ سنڌ تان برهمڻ دور ختم ٿيو ۽ ايندڙ ڏکهي عرصي لاءِ مختلف مسلمان گهراڻن هتي حڪومت ڪئي.

هيٺ راجا ڏاهر جي دور جي مکيه مکيه واقعن جو ذڪر ڪجي ٿو:

ان دور جي ڪجهه واقعن ۾ ڪي اهڙا به افسانوي رنگ پريا ويا آهن، جن متعلق ڇنڊڇاڻ ڪندي، پڙهندي ۽ پرکيندي تمام گهڻي احتياط جي ضرورت آهي. تذڪرن ۾ اچي ٿو ته راجا ڏاهر اروڙ جو تخت سنڀالڻ شرط راڄ پٽ چندر کي برهمڻ آباد جو حاڪم مقرر ڪيو هو هڪ سال هِتي رهيو بعد ۾ ڏاهرسينه پٽ چچ هن عهدي تي مقرر ٿيو. هن جي پيڻ مايين سندس اطاعت ڪئي. ڏهرسينه بعد ۾ اگهم جي ڌيءَ سان شادي ڪئي ۽ پنج سال برهمڻ آباد ۾ رهيو هر ماڻهوءَ سندس فرمانبرداري ڪئي. ڏهرسينه راوڙ جي علائقي ۾ آيو راجا چچ اتي هڪ قلعي جي اڏاوت شروع ڪرائي هئي، جنهن کي بعد ۾ ڏهرسينه مڪمل ڪرايو ۽ لشڪر رکڻ جو حڪم به ڏنو پوءِ ڏهرسينه برهمڻ آباد واپس موٽي آيو ان عرصي ۾ سندس پيڻ مايين جوان ٿي. تڏهن راءِ ڀاٽيا جا قاصد سڱ گهرڻ لاءِ پهتا. ڏهرسينه ادب ۽ حفاظت سان پيڻ کي راجا ڏاهر ڏانهن موڪلي ڏنو راجا کي خط لکيائين ته، مايين کي ڀاٽيا جي راجا جي حوالي ڪر ۽ راءِ سوين جو شرط هي آهي ته سنڌس مهر ۽ ڏاج ۾، هڪ قلعو سندس حوالي ڪيو ويندو، جنهن جو هو مالڪ ٿي ويندو. *(چچ نامو سنڌي، ص: 74-75)*

بدقسمتيءَ سان جنهن راجا سچيءَ سنڌ تي وڏو وقت (13 سال) حڪومت ۽ شان شوڪت سان راڄ ڪيو هجي، جنهن جي مملڪت جون حدون لڳ ڀڳ موجوده پاڪستان وارين حدن جي برابر هجن. جنهن جي انهن ڳالهين کي غير اهم سمجهي، درباري دور ۾ سنڌ جي آسپاس ۽ خاص ڪري اولهه ۾ زبردست فوجي ۽ سياسي تبديليون آيون هجن. تاريخ لکندڙن تاريخ جو سمورو رخ راجا ڏاهر ۽ سندس پيڻ جي شاديءَ واري مفروضي طرف موڙي ڇڏيو اها تاريخ جي ڪيڏي نه ستم ظريفي آهي، جو برهمڻ دور جو آغاز به هڪ عورت ۽ مرد (راڻي سُونهن ديوي ۽ راجا چچ) جي عشق ۽ شاديءَ سان ڏيکاريو وڃي ۽ ان دور جي خاتمي وقت به ساڳئي افساني کي دهرايو وڃي يعني راجا ۽ سندس پيڻ جي شاديءَ کي اهميت ڏئي نروار ڪيو وڃي.

هن داستان تي ٽيڪاٽپڻي اڳتي ايندي، البت ڪتاب ’چچ نامہ‘ ۾ آيل ڊيگهه کان بچڻ لاءِ، هتي تاريخي ڪتاب ’تحفة الڪرام‘ تان، شاديءَ واري هن قصي کي مختصر طور پيش ڪجي ٿو جيتوڻيڪ اڪثر پوين ڪتابن جو ماخذ به ’چچ نامو‘ ئي آهي.

مير علي شير قانع لکي ٿو ته: چندر ڪانپوءِ سندس ڀائٽيو ڏاهر بادشاهيءَ جي تخت تي ويٺو ۽ پنهنجي ڀاءُ ڏهرسينه کي پنهنجي ڀاران برهمڻ آباد موڪليائين، جو وڃي اتي رهيو. هڪ ڏينهن نجومين کان طالع بابت پڇا ڪيائين، جن چيس ته تنهنجي ۽ تنهنجي ڀاءُ جي طالع ۾ ڪابہ نحوست ڪانهي. البت توهان جي ڀيڻ جي ويڙي، اهڙي ماڻهوءَ سان پڙهبي، جو اروڙ ۽ ملڪ جو وارث ٿيندو.“ تنهنڪري هن (راجا ڏاهر) ملڪ جي ڪسجي وڃڻ جي خوف کان، حيلو بهانو ڪري، ڀيڻ سان شادي ڪئي، پر مباشرت کان پاسو ڪندو رهيو. سندس ڀاءُ ڏهرسين، هيءَ خبر ٻڌي ڪاوڙجي حملو ڪيو. هو اروڙ پهتو ته ڦرڙين جي بيماريءَ وگهي گذاري ويو. ڏاهر هن کي ساڙي (اگني سنسڪار ڪري) تعزيتن وصول ڪرڻ ڪانپوءِ برهمڻ آباد ويو ڏهرسينه جي زال، جيڪا اگهم لوهاڻي جي ڌيءَ هئي، تنهن کي پنهنجي نڪاح ۾ آنڌائين. هڪ سال برهمڻ آباد ۾ رهي پيو. ڏهرسينه جي پٽ (چچ) کي اُتي جو حاڪم مقرر ڪري اروڙ موٽي آيو چچ جي دور ۾ اروڙ جي قلعي جي نئين اڏاوت شروع ٿي هئي، ان کي مڪمل طرح سان تعمير ڪرايائين. دستور العمل هي ناهيائين ته سياري جا چار مهينا برهمڻ آباد ۾، ۽ بهار جا چار مهينا اروڙ ۾ رهندو هو. ان ريت سڪون جا اٺ سال ڪٽيائين ۽ ملڪ جو نظام دل گهرئي نموني تي هلايائين. ان بعد اوڀر جي سرحدن جو سير ڪري، ڪشمير جي حد تي سرحد جي نشان واسطي، سَروَ جا ٻہ وڻ ويهاري موٽي آيو. *(تحفة الڪرام، سنڌي ڇاپو ص: 16-17)*

علي بن حامد ڪوفي ’چچ نامہ‘ نالي تاريخي ڪتاب ۾، راجا ڏاهر ۽ سندس ڀيڻ جي شاديءَ کي لڳ ڀڳ ويهه عدد ذيلي عنوانن ۾ رنگين بيانيءَ ذريعي پيش ڪيو آهي، جنهن جو خلاصو متي ڏنو ويو آهي. البت ڪجهه خاص ڳالهين جي اپٽار لازمي طور ڏجي ٿي. وزير ٻڌيمن جو بار بار ذڪر ۽ سچي معاملي تي نگاهہ ۽ مداخلت ڏيان طلب آهي.

برهمڻ دور حڪومت

ٻڌيمن، راءِ دور کان وزير رهيو ۽ آخري برهمڻ راڄ تائين سنڌس وزير هجڻ، ڪي سوال پيدا ڪري ٿو. مثال طور: پنجن بادشاهن جو دور ڏسڻ ڪانپوءِ به هو زنده آهي ۽ سنڌس حڪومت ۾ اهم ڪردار آهي! وڌيڪ هي ته ٻڌيمن جي ڪردار کي 'چچ نامہ' ايترو ته مٿي ڪنيو آهي، جو چڻ راجائن ۽ بادشاهن جي ڪا به حيثيت ڪانه هئي. راوڙ، برهمڻ آباد يا اروڙ جي قلعن جي اڏاوت بابت به، مختلف راجائن جي حوالي سان، جدا جدا لکندڙن ۾ اختلاف راءِ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. البت جڏهن ڏاهر ۽ سنڌس پيڻ جي شاديءَ جو معاملو کنيو وڃي ٿو، تڏهن ڪتاب 'چچ نامہ' جي ذريعي ڪي نوان نڪتا به ظاهر ٿين ٿا.

ڏهرسينہ جي اڳني سنسڪار ڪرڻ ۽ تعزيتي رسمن کان فارغ ٿي، راجا ڏاهر سڌو برهمڻ آباد جي قلعي طرف هليو آيو. چو ته ان جي سرحدي اهميت جي ڪري، هڪ ڏيهي راجا ان کي نظرانداز نہ ٿي ڪري سگهيو. هن قلعي جي ان دور جي لحاظ کان دفاعي طور غير معمولي اهميت ڏسجي ٿي. *(غلام محمد لاکو: برهمڻ آباد جي قلعي جو دفاعي لحاظ کان مطالعو، ماهوار 'پيغام' مارچ- اپريل 1984ع، ڪراچي)* برهمڻ آباد جي لوهاڻي گهراڻي جي ايتري ته سياسي ۽ فوجي اهميت ڏسجي ٿي، جو اتي پهچڻ سان ڏاهر اگهم جي ڌيءَ سان شادي ڪئي، جا اڳ ۾ غالباً هن جي ڀاءُ ڏهرسينہ جي زال هئي ۽ مرڻ وقت ڏهرسينہ جي عمر فقط ٽيهہ سال هئي. ياد رهي ته ان کان اڳ راجا چچ، جڏهن پهريون ڀيرو برهمڻ آباد ويو هو ۽ اچانڪ اگهم فوت ٿيو، تڏهن اگهم جي بيوهہ سان چچ شادي ڪئي هئي، ۽ پنهنجي ڀائٽي اگهم جي پٽ سربند کي شادي ڪري ڏني هئي.

هت هڪ اهم سوال هي آهي ته، راجا ڏاهر پنهنجي ڀيڻ سان (ڏيکاءُ خاطر) شادي ڪئي هئي؟ خود 'چچ نامہ' ۾ ان متعلق متضاد راءِ پيش ڪئي وئي آهي. راجا ڏاهر ۽ ڏهرسينہ ۾ هن عنوان تي بحث موجود آهي، جڏهن ڏهرسينہ هن راءِ جو آهي ته جيتوڻيڪ مايين کي اسان جي پيءُ ڏانهن نسبت آهي، پر حقيقت ۾ هوءَ جتن جي ڌيءَ آهي، جيڪي اصل ۾ مخالف ۽ جرائم پيشہ آهن. خاص ڪري جتن جون زالون *(چچ نامو سنڌي، ص: 83)*، جڏهن ته ساڳيو ڪتاب ڪنهن ٻئي صفحي تي صاف طرح سان لکي ٿو ته، چچ کي راڻي سونهن ديويءَ مان به پٽ ڏاهر ۽ ڏهرسينہ ۽ هڪ ڌيءُ 'مايين' نالي ڄائي. *(ساڳيو ڪتاب، حاشيو، ص: 83)* شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ سنڌ بابت لکيل پهرئين تاريخي ڪتاب 'چچ نامہ' جو انگريزي زبان ۾ ترجمو ڇپرايو هو، هو مختلف صفحن تي حاشين ۾ لکي ٿو ته، ڀائي، هن جي حقيقي زال هئي، جڏهن ته 'مايين' سنڌس نالي ماتر زال هئي. ان کان سواءِ ڏاهر جي هڪ وڌيڪ حقيقي زال 'لاڏي' نالي به هئي. *(دي چچ نامہ، ص: 146، ص: 163)* هن قصي/ مفروضي کي پڙهندڙن تي ڇڏيندي، اصل سنڌ جي تاريخ ڏانهن اچجي ٿو.

ان عرصي ۾ رمل جو بادشاهہ، راجا ڏاهر سان جنگ لاءِ حملو ڪري پهتو. مخالف بادشاهہ وڏو ڪٽڪ، مست هاٿي ۽ سوار توڙي پيادا بهادر وٺي لڙائيءَ واسطي روانو ٿيو ۽ ٻڌيہ جي طرف کان اروڙ جي پسگردائيءَ ۾ پهتو ۽ ڪيئي علائقا قبضي ۾ آڻي، اتان درياهہ ٽپي اروڙ تي ڪاهيائين. *(چچ نامو سنڌي، ص: 94)* هن خبر ٻڌڻ شرط ڏاهر وزير ٻڌيمن سان صلاح مصلحت ڪئي. وزير باتدبير پنهنجي راجا کي دشمن سان زبردست جنگ ڪرڻ لاءِ تمام سهڻيون رٿون پيش ڪيون، جنهن بعد ڏاهر چيو ته، "منهنجي آڏو ٻئي جي خدمت ۾ ذلت جي نموني سر جهڪائڻ کان موت پيارو آهي، ۽ هيءَ ذلت آءٌ ڪيئن ڪٽي سگهندس؟" *(ساڳيو ڪتاب، ص: 95)* هت هڪ سوال اڀري ٿو ته رمل جو راجا اروڙ تي حملو ڪرڻ لاءِ ٻڌيہ جي طرف کان ڪيئن ٿو اچي سگهي؟

هي اهو دور آهي، جڏهن عرب ايران کي فتح ڪري، ساساني بادشاهت کي ختم ڪري، مڪران جي علائقي ۾ سنڌ جي سرحد کي نظر ۾ رکندا پئي آيا. ان دور ۾ هڪ واقعو پيش آيو جنهن سنڌ- عرب لاڳاپن ۾ بگاڙ پيدا ڪيو ۽ طرفين ۾ ڇڪتاڻ وڌي. محمد علافي سنڌ- مڪران (ايران) سرحد جو ڪمانڊر هو. هن 85 هه/ 704ع ۾ مقامي بغاوت ۾ شڪست کاڌي ۽ سنڌ جي راجا ڏاهر وٽ اچي پناهہ گزين ٿيو. *(تحفة الڪرام، راشدي ايڊيشن، ص: 660)* انهن حالتن ۾ سمجهڻ آسان آهي ته، سنڌ عرب لاڳاپن ۾ ڪيتري ڇڪتاڻ پيدا ٿي هوندي. عرب حاڪمن علافيءَ جي واپسيءَ جو مطالبو ڪيو، جيڪو سنڌ جي حاڪم قبول نہ ڪيو. مٿي رَمل جي راجا پاران سنڌ تي حملي جو ذڪر ٿيو آهي. جنهن وقت علافي ڏاهر وٽ پهتو (هن سان گڏ پنج سؤ عرب بهادر به هئا)، ان وقت راجا رمل جي حملي ۽ جنگ جو ماحول سنڌ جي دربار تي ڇانيل هو. وزير ٻڌيمن چيو ته، "جنگ جو طريقو جهڙو عرب ڄاڻن ٿا، اهڙو ڪو ڪونہ ڄاڻي. تنهنڪري علافيءَ کي گهرايو ۽ صلاح طور ڪانئس پڇو ته هن معاملي ۾ هو رهبري ڪري." *(چچ نامو سنڌي، ص: 95)* ان باري ۾ محمد علافيءَ ڪي مفيد مشورا ڏنا، جنهن تي عمل ڪندي رمل جي راجا سان جنگ ڪئي وئي. ان ۾ راجا ڏاهر جي لشڪر کي سوڀ ٿي ۽ رمل جي لشڪر جا پير اُکڙي ويا. راجا ڏاهر خوش ٿي، ٻڌيمن وزير کي چيو ته جيڪو گهرڻو هجيئي، سو مون کان گهُر." وزير عرض ڪيو، "مون کي اولاد ڪونہ آهي، جنهن سان منهنجو نالو دنيا ۾ زنده رهي. تون حڪم ڪر ته تنهنجي شاهي ضربخاني ۾ جيڪي چانديءَ جا سِڪا تيار ٿين ٿا، ۽ شاهہ (بادشاهہ) جي نالي جو شرف حاصل ڪن ٿا، تن جي ٻئي طرف تي ٻندي جو نالو اکيربو وڃي، جيئن راجا جي چانديءَ جي سڪن جي طفيل ٻندي جو نالو باقي رهي، ۽ هند سنڌ جي حڪومت ختم ٿيڻ تائين قائم هجي، ۽ ان جي ياد نہ ميٽجي". راجا ڏاهر جي حڪم سان (سِڪو) جيئن وزير عرض ڪيو هو تيئن، تيار ڪيائون. *(چچ نامو سنڌي، ص: 97)* تاريخن ۾ لکيل آهي ته ان بعد راجا ڏاهر جا پير ڪپي ويا، ۽ ايڏي ته وڏي طاقت ۽ شان شوڪت حاصل ڪيائين، جو دارالخلافہ جو مال ڦري سرڪشي ۽ بي پرواهي ڏيکارڻ شروع ڪيائين. هن جملي ۾ دارالخلافہ جي مال ڦرڻ واري ڳالهہ ۾ ڪا حقيقت ڪانهي. البت سنڌ جي راجا ڏاهر جي عاليشان طاقت ۽ ڏيهہ توڙي پرڏيهہ ۾ سنڌس ناماچار ۽ شان شوڪت جي خبر پوي ٿي.

ان بعد هڪ اهڙو واقعو ٿيو، جو عربن کي سنڌ تي حملي ڪرڻ ۽ راجا ڏاهر جي حڪومت جي خاتمي جو موقعو ملي ويو. تذڪرن ۾ اچي ٿو ته سرانديپ (سيلون) جي راجا، عراق جي وائسراءِ حجاج لاءِ ٻيڙيءَ

رستي تحفا ۽ ڪي سوڪڙيون موڪليون هيون. ان سان گڏ عجيب موتي ۽ جواهر، حبشي ٻانها ۽ ٻانهيون. ڪي ٻيا تحفا ۽ سانڍڻ لائق سوڪڙيون دارالخلافت (خليفي) ڏانهن به روانيون ڪيائين. ڪي مسلمان زالون پڻ ڪعبة الله جي زيارت ۽ ملڪ شام جي سفر لاءِ روانيون ٿيون هيون(*چچ نامو سنڌي، ص: 124*). مخالف هَوا لڳڻ ڪري عربستان ويندڙ ٻيڙو، اصل رستو ڇڏي اچي ديبل جي ڪناري تي پهتو. ان دور ۾ سنڌ جي ساموندي حدن ۾، نگامره قبيلي جا ماڻهو ڦرلٽ ڪندا هئا، جن تي وقت جي سرڪار جو ڪو به ضابطو نه هو. نگامرن عربن ڪي ڦريو ۽ زالن ۽ ٻارن ڪي ديبل ۾ قيد ڪيو. اها خبر حجاج بن يوسف ڪي پئي ته هن داد رسيءَ لاءِ، راجا ڏاهر ڪي هڪ خط لکيو. ڏاهر خط جي جواب ۾ چيو ته، ”هي ماڻهو چور آهن ۽ انهن ڪان وڌيڪ طاقتور ڪو ڪونه آهي، اهي اسان جي به تابعداري نه ڪندا آهن.“ (*چچ نامو سنڌي، ص: 125- 126*) هي اطلاع ملڻ تي حجاج، خليفي وليد بن عبدالملڪ ڪان سنڌ تي حملي ۽ ملڪ ڪي فتح ڪرڻ جي اجازت گهري. اهڙي اجازت ملڻ تي حجاج پنهنجي عزيز محمد بن قاسم جي سنڌ تي ڪاهه ۽ فتح لاءِ مقرري ڪئي. ان ڪانسواءِ جنگ جي باقاعدي تياري شروع ڪري ڏني. ڪتاب ’چچ نامه‘ ڪانپوءِ سنڌ جي تاريخ جي باري ۾ ’تاريخ معصومي‘ نالي هڪ ڪتاب لکيو ويو. مير معصوم لکي ٿو ته، سن 92 هه (710ع) ۾ حجاج بن يوسف جو سوٽ ۽ داماد محمد بن قاسم اسلام جو لشڪر وٺي بدلي وٺڻ لاءِ سنڌ ڏانهن روانو ٿيو، ۽ ڪجهه وقت ڪرمان ۾ رهي لشڪر جو بندوبست، جنگ ۽ قلعي پٽڻ جا اوزار ۽ هٿيار تيار ڪري ڪيچ ۽ مڪران ۾ پهتو. جتان سنڌ جي فتح لاءِ روانو ٿيو (*تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 56- 57*) تاريخ معصوميءَ ذريعي عرب مهمن ۽ فتوحات جي باقاعدي تاريخ (سن يا سال)، يعني 92هه/ 710ع سامهون اچي ٿو. محمد بن قاسم ۽ حجاج جي تعلق تي ’چچ نامه‘ (سنڌي) ۾ هڪ چارٽ تيار ڪري ڏنو ويو آهي. انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي پڙهندڙن لاءِ اهو چارٽ هتي شامل ڪجي ٿو:




ديبل جي واقعي ۽ محمد بن قاسم جي مقرريءَ ڪانپوءِ، عربن ۽ سنڌين لڙائيءَ جي تياري ڪئي ۽ پڻ ٻنهي طرفن ڪان اعلان جنگ جو طبل به وڄي ويو. جڏهن محمد بن قاسم موجوده بلوچستان (جو اُن وقت سنڌ ملڪ جو حصو هو) فتح ڪري، آخرڪار ديبل وٽ پهچي ويو. ان وقت ديبل سنڌ جو بندرگاهه ۽ هڪ اهم ساموندي شهر به هو جنهن ذريعي سنڌ جو پرڏيهه سان واپار ۽ ڪاروبار هلندو هو. ديبل جي فتح ڪان پوءِ ظاهر آهي ته عربن جا حوصلا ۽ همٿون وڌي ويون. بعد ۾ مختلف ماڳن، شهرن ۽ علائقن ۾ جنگيون ٿيون. ڪٿي جنگ جي ذريعي عربن ڪٽيو ته ڪٿي وري مقامي سنڌي نئين طاقت ڪي ڏسي مرعوب ٿيا ۽ هٿيار ڦٽا ڪندا ويا. مختلف ماڳن تي مقامي ڪمانڊرن ڏاهر جو ساٿ ڇڏي، عربن جي حمايت ڪئي. ائين عربن لاءِ سنڌ فتح ڪرڻ آسان ٿيندي وئي. آخرڪار فاتح محمد بن قاسم ۽ راجا ڏاهر ۾ لاڙ جي شهر ’راوڙ‘ (جنهن کي ڀُل مان اروڙ به سڏيو ويو ٿو جڏهن ته هنڌ ٿنڌي الهيار ڀرسان هڪ ڊنڊ وارو جاڳايو ويو ٿو) جي ڀرسان ’مهراڻ‘ جي ڪناري سان، زبردست جنگيون ٿيون. آخري ۽ فيصلي ڪن معرڪو 10 رمضان 93هه (خميس جو ڏينهن) تي ٿيو. عيسوي سن جي حساب سان 712ع جو سال هو. زبردست لڙائيءَ ڪان پوءِ راجا ڏاهر سر ڏنو. ان ريت 712ع ۾ سنڌ ۾ برهمڻ راڄ جو خاتمو ٿيو ۽ هن ملڪ تي عربن جي حڪومت قائم ٿي. هن وڏي سوڀ ڪان پوءِ محمد بن قاسم، سنڌ جي مختلف شهرن ۽ قلعن کي هٽ ڪندو، آخرڪار ملتان تائين پهتو. ملتان کي فتح ڪري اڃا وڌيڪ مُهمن جو ارادو هئس ته، اسلامي دنيا جي مرڪز ۾ سياسي تبديليون اچڻ شروع ٿيون. انهن تبديلين جو اثر لازمي طرح سنڌ جي علائقي ۽ اتي ٿيندڙ فتوحات تي به پوڻو هو. جو پوءِ واقعي به ڏسڻ ۾ آيو. خليفي وليد بن عبدالملڪ جي حڪم تي، سنڌ جي فتح جي منظوري ڏني وئي. ان ڪم لاءِ خليفي پنهنجي خاص معتمد ۽ عراق جي وائسراءِ، حجاج بن يوسف جي سفارش تي محمد بن قاسم جي نالي جي منظوري ڏني. ابن قاسم ان وقت فارس جي شهر شيرازياريءَ ۾ مقرر ٿيل هو. هو (ابن قاسم) حجاج بن يوسف جو نائٽي ۽ ويجهو عزيز به هو.

محمد بن قاسم سنڌ جي فتوحات ۾ مصروف ٿي هو، تڏهن 95هه/ 714ع ۾ حجاب بن يوسف فوت ٿي ويو. خليفو وليد، جنهن سنڌ جي فتح جي منظوري ڏني هئي، سو 715ع ۾ وفات ڪري ويو. جيتوڻيڪ خليفي پنهنجي پاءُ سليمان بن عبدالملڪ کي نئون خليفو مقرر ڪيو هو پر ڪجهه ماڻهن جي راءِ هئي ته، وليد کي پنهنجي پٽ عبدالعزيز کي ولي عهد مقرر ڪرڻ کپندو هو. هن ڏس ۾ حجاج بن يوسف ۽ سندس ويجها عملدار هم صلاح هئا، پر تجويز تي عمل نه ٿيو. وَليد جهان ڇڏي ويو ۽ نئون خليفو سليمان بن عبدالملڪ (وفات: 715ع)، اسلامي دنيا جو نئون حاڪم اعليٰ بنجي ويو. ان پس منظر ۾ محمد بن قاسم جي معزوليءَ ۽ عربستان واپس پهچڻ جا حڪم جاري ٿي ويا. هي حڪم 96هه/715ع ۾ جاري ٿيا. حقيقت ۾ فاتح سنڌ جي

معزوليءَ جا ڪي خاص سبب هئا. *(چچ نامو سنڌي، ص 535-557)* اعجاز الحق قدوسيءَ لکيو آهي ته ابن قاسم جي معزولي سياسي بنيادن تي ٿي هئي. ملتان جي فتح کان پوءِ سنڌ جو فاتح قنوج جي طرف حملي آور ٿي رهيو هو. ليڪن ان وقت کيس حجاج بن يوسف جي وفات جي خبر ملي. کيس اها خبر ٻڌي گهرو صدمو پهتو. هن قنوج جي فتح جو ارادو ملتوي ڪري ڇڏيو. ملتان کي ڇڏي اروڙ پهتو. ان وقت پاڙي جي ڪجهه ننڍن شهرن تي حملا ڪيائين. سليمان بن عبدالملڪ اوير جي علائقن جي ڪمانڊ يزيد بن مهلب جي حوالي ڪئي. يزيد خارجه ڪاتو صالح بن عبدالرحمان کي ڏنو. صالح خارجي هو ۽ حجاج بن يوسف خارجين کي خوب ماريو هو. صالح جي حڪم تي ڳچ تعداد ۾ 'ثقفي' قتل ڪيا ويا ۽ پڻ گرفتار ڪيا ويا. اهوئي سبب آهي جو محمد بن قاسم کي معزول ڪري، عربستان واپس پهچڻ جو حڪم ڏنو ويو. ابن قاسم کي بريءَ حالت ۾ وطن واپس ڪيو ويو. جتي صالح جي حڪم تي کيس واسط جي جيل ۾ قابو ڪيو ويو. قيد جي حالت ۾ به هن کي ڳريون سزائون ڏنيون ويون. هن تمام بريءَ حالت ۾ واسط جي جيل ۾ وفات ڪئي. ان وقت سندس عمر ٻاويهه سال هئي. *(تاريخ سنڌ، اردو، جلد اول، ص 217-225، اعجاز الحق قدوسي)* سليمان رڳو محمد بن قاسم جو خاتمو نه ڪيو، پر نئين انتظاميه جي دور ۾، چين جي فاتح قتيبه بن مسلم ۽ اندلس جي فاتح موسيٰ بن نصير جي معزولي ۽ انهن جو عبرتناڪ انجام، تاريخ جا منفرد واقعا آهن. ان کان پوءِ شام (دمشق) جي خلافت، يزيد بن ابي ڪبشه سڪسڪيءَ کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ۽ پڻ سنڌ جي آزاد حيثيت کي ختم ڪري ان کي هڪ پرڳڻي جو درجو ڏنو ويو. ابتدا ۾ بنو اميه جي گورنرن 132هه/ 750ع تائين، پوءِ بغداد جي عباسي خليفن جي حاڪمن، سن 240هه/ 855ع تائين ۽ آخر ۾ عرب هبارين آزاد حاڪمن جي حيثيت ۾، سال 401هه/ 1010ع تائين سنڌ تي حڪمراني ڪئي.

**3: سنڌ ۾ اسلامي دور جي تاريخ يا وچئين (Medieval) دور جو اتهاس:**

محمد بن قاسم 93هه/ 712ع ۾ سنڌ کي فتح ڪيو. ان طرح سان سنڌ ملڪ تاريخ جي هڪ نئين مرحلي ۾ داخل ٿي ويو. عرب فتوحات سان گڏ سنڌ جي ڪيترن ماڻهن اسلام ڪيو.

## عربن هٿان سنڌ جي فتح:

جيتوڻيڪ حضرت عمر رضه جي دور ۾ 21هه/ 642ع ۾، جنگ نهاوند کان پوءِ خليفي هند ۽ ايران جي حد مڪران مقرر ڪئي هئي ۽ عربن کي ان طرف پيش قدمي نه ڪرڻ جا حڪم جاري ڪيا، ليڪن واقعن ۽ حادثن جو جاري رهڻ هڪ فطري عمل هو. 31هه/652ع ۾ ايران، عرب خلافت جو حصو بنجي ويو. ان کان سواءِ عرب ۽ سنڌي هڪ ٻئي جا پاڙيسري (دنگئي) ملڪ بنجي ويا. هن پاڙيسرين ۾ يا ته دوستي هجي ٿي يا وري هڪ ٻئي جي مخالفت وارو ماحول. ان پس منظر ۾ ٿي 'سنڌ- عرب لاڳاپن' کي پرکڻ گهرجي. عام طرح چيو ويجي ٿو ته (جيئن مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي) سيلون (سريلنڪا) ملڪ کان ڪي عرب واپاري، عربستان ڏي واپس موٽي رهيا هئا. ان وقت ڪين ديبل بندر وٽ ڦربو لٽيو ويو ۽ ٻار توڙي عورتون قيد پڻ ڪيا ويا. اهي اطلاع دارالخلافه پهتا، تڏهن داهوڙ ٿي وئي. محمد علافيءَ واري واقعي ڪانپوءِ پيدا ٿيل ناراضگيءَ جي پسمنظر سبب خليفي وليد ۽ حجاج بن يوسف، راجا ڏاهر کي خط لکي نقصان جي ازالي جي گهر ڪئي ۽ ديبل ۾ قيد ٿيل عربن جي واپسيءَ جو مطالبو به ڪيو ويو. ڏاهر خط جو جواب هيءَ ڏنو ته اهي 'بحري ڦورو' آهن. جن تي سندس حڪومت جو ڪو به ضابطو ڪونهي. هي جواب ملڻ تي عربن پاران سنڌ تي حملي ۽ فتح جو پروگرام ٺهڻ شروع ٿي ويو. *(چچ نامو)*

هتي هن ڳالهه کي نظر انداز نه ڪرڻ کپي ته اڄ جي طاقتور اطلاعاتي ۽ خطرناڪ هٿيارن جي هوندي به اسان روز پڙهون ٿا ته افريقا جا بحري ڦورو فلاڻي فلاڻي ملڪ جي جهاز کي يرغمال ڪري، پنهنجا گهربل مقصد حاصل ڪري ويا. ان ڪري سيلون جي واقعي ۽ سنڌ جي فتح کي ٻيهر غور سان سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ جي ضرورت آهي.

ٻيو سبب هي ڄاڻايو وڃي ٿو ته ايراني ۽ سنڌي پاڙيسري هئا. ساساني بادشاهن سان سنڌ جا خاص واسطا هئا. ايراني شهنشاهه نوشيروان عادل (531ع-579ع)، خود سنڌ ڏسڻ ۽ هتان جي ماڻهن سان ملڻ لاءِ به آيو هو. ان پس منظر ۾ عرب- ايراني جنگين ۾، سنڌي لشڪر ايران ويا هئا، ۽ اهل ايران جي مدد ڪئي هئائون. خاص ڪري جنگ قادسيه ۾ سنڌي فوج پاڙيسري ملڪ ايران جي مدد لاءِ موجود هئي. *(اعجاز الحق قدوسي تاريخ سنڌ، اردو جلد اول، ص 59)*

ظاهر آهي ته دنيا جي اڀرندي سپرپاور (بنو اميه) کي هيءَ ڳالهه راس نه آئي ته سنڌي فوجي، عربن جي خلاف ٽيندڙ معرڪن ۾، ايرانين جو ساٿ ڏين ۽ سندن فوجي يا اخلاقي مدد ڪن.

حقيقي طرح مٿي ڄاڻايل ٻئي سبب، اصل ۾ سنڌ جي فتح جي باري ۾ پيشقدميءَ جو ڪارڻ هئا. دنيا جي پوري تاريخ ۾ جڏهن به ۽ جتي به ڪو ملڪ يا قوم، سپرپاور طور اڀرڻ لڳندي آهي، تڏهن ملڪ فتح ڪرڻ، علائقا وڌائڻ ۽ سياسي بالادستي قائم رکڻ سان گڏ، اقتصادي مفادن کي حاصل ڪرڻ ان جي خاص ترجيح رهندي آهي.

عربن، ايران کان پوءِ 'سنڌ' تي حملو ڪيو هو ۽ ان کي فتح ڪري، پنهنجي ملڪ ۾ شامل ڪري ڇڏيو هو. ان پس منظر ۾ ذڪر ڪيل معرڪن کي سامهون رکڻو پوندو. ان ڏس ۾ فلپ ڪي هِٽي *(هسٽري آف دي عربس، ص 139-146 تي)* تمام بهتر طريقي سان حالتن کي اسان جي آڏو رکيو آهي.

پير حسام الدين راشدي (وفات: 1982ع) همعصر دور جو هڪ اهم محقق ۽ تاريخدان ٿي گذريو آهي. هن تاريخي ڪتاب 'تحفة الڪرام' *(فارسي، سنڌي ادبي بورڊ 1971ع)* کي ايڊٽ ڪندي تمام گهڻي محنت ڪئي هئي. ڪتاب جي حاشين ۾ فاضل ايڊيٽر: عرب حملي آورن،

مڪران کان ديبل تائين ٿيندڙ فوجي ڪاهُن، ويڙهه ۾ مارجي ويندڙن ۽ حضرت عمر رضہ جي دور کان وٺي 'سنڌ جي فتح' (93هه/712ع) تائين جي سموريءَ صورتحال ڪي، احسن طريقي تاريخي ترتيب سان پيش ڪيو آهي. ان سموري مواد ڪي ڏسندي، خبر پوي ٿي تہ عربن وڏي رٿابنديءَ ۽ مهارت سان، 'سنڌ' جهڙي ڏکئي ۽ پراڻهين ملڪ ڪي ڪيئن فتح ڪيو هو؟

جيتوڻيڪ حضرت عمر رضہ ابتدا ۾ ايران جي فتح وقت حڪم ڏنو هو تہ، عربن جي ايران ۾ آخري حد 'مڪران' هئڻ کپي، پر پوءِ عربن مڪران جي سرحد تي پهچي، 'هند ۽ سنڌ' ڏي وڌڻ جي سلسلي ڪي جاري رکيو. خلافت راشده (632ع-661ع) جي دور ۾، سنڌ جي سرحد (مڪران) ۽ هند جي حالتن کان باخبر رهڻ لاءِ ابتدائي تجرباتي حملن ڪي جاري رکيو ويو. پير حسام الدين راشدي ان ڏس ۾ عربي ماخذن جي مدد سان، سنڌ تي عرب حملن ۽ فتحن ڪي سمجهڻ لاءِ، نهايت ذميداريءَ سان ڇاڻ فراهم ڪئي آهي. *(تحفة الڪرام، فارسي، ص 619، سال 1971ع)* افسوس تہ سندس شاگرد ۽ ادبي ساٿي اعجاز الحق قدوسيءَ، پنهنجي ڪتاب مان اهڙي معلومات خارج ڪري ڇڏي آهي. *(تاريخ سنڌ، اردو، جلد اول، اردو سائنس بورڊ لاهور 2004ع)* خلافت راشده جي دور ۾، ايران- سنڌ سرحد تي هي نائب مقرر ٿيا:

(1) المغيرة ثقفيءَ، ساموندي حملو ديبل طرف، 15هه، حضرت عمر رضہ جو دور. مغيره ديبل تي برابر حملا ڪندو رهيو.

(2) الحڪم تغلبي، زميني حملو مڪران کان، 23هه، حضرت عمر رضہ جو دور، مڪران تي وڏيڪ قبضو.

(3) عبيدالله تميميءَ، 29هه ۾، مڪران ذريعي زميني حملو ڪيو. هيءَ ڪالهہ حضرت عثمان رضہ جي زماني ۾ ٿي.

(4) حارث بن عبديءَ، مڪران ذريعي زميني حملو، 39هه ۾، حضرت علي عليہ السلام جي دور ۾ ڪيو. هي مڪران تي عربن جو وڏيڪ سگهارو حملو هو.

حضرت علي عليہ السلام جي شهادت (661ع) کانپوءِ امير معاويہ رضہ دمشق مان پنهنجي خلافت جو اعلان ڪيو ۽ شام جو شهر اسلامي دنيا جو دارالخلافہ بنجي ويو. اهڙيءَ ريت بني اميہ جي خلافت ملوڪيت ۾ تبديل ٿي ۽ امير معاويہ رضہ وفات کان اڳ پٽ يزيد لاءِ بيعت ورتي ۽ هو 680ع ۾ بنو اميہ جو ٻيون حاڪم ٿيو ۽ سندس حڪمراني 3 سال (683ع) تائين هلي. هن جي دور ۾ ئي امام حسين ؑ شهيد ٿيو ۽ ڪربلا وارو واقعو جنم پذير ٿيو.



عربن جي مشهور مؤرخ عربي فتوحات کي ٻن حصن ۾ تقسيم ڪيو آهي. هن موجب ٻئين ۽ ٽئين خليفي جي دور ۾، عربن: شام، عراق، مصر ۽ ايران کي فتح ڪيو. هي 'اسلامي فتحن جو پهريون دور' سڏجي ٿو. *(هٽي، ص 207)* ان کانپوءِ اسلامي دنيا ۾ هلندڙ لڳاتار بحرانن سبب، فتوحات جو سلسلو ڪجهه وقت لاءِ رُڪجي ويو.

عرب فتوحات جو ٻيو دور عبدالملڪ ۽ وليد جو دور هو. جڏهن عرب، اتر آفريقا، اسپين، چين جي حدن، سنڌ ملڪ ۽ ايٽلانٽڪ جي حدن تائين پهتا. اوير ۾ حجاج بن يوسف ۽ اولهه ۾ موسيٰ بن نصير جي روپ ۾، بنو اميه کي بهترين منتظم ۽ فاتح ملي ويا. ان صورتحال ۾، سنڌ ملڪ سندن نشاني تي هو، ڪين صرف موقعي جي تلاش هئي.

پير حسام الدين راشديءَ جو هيٺ ڏنل چارٽ، سنڌ ۾ عربن جي مفاد ۽ دلچسپيءَ کي ظاهر ڪري ٿو.

**بنو اميه جي دور ۾ (41 هه/ 661ع-92 هه/ 712) سنڌ تي ٿيل حملا:**

(1) مهلب، 44-46هه، امير معاويه جو دور، سنڌ ۾ نائب ٿي آيو.

(2) عبدالله العبدي، 45-49هه، امير معاويه جو دور، قيقان/ڪيڪان ۾ سنڌين سان جنگ ڪندي، مارجي ويو.

(3) سنان الهذلي، 49-51هه، امير معاويه جو دور، معزول ٿيو.

(4) راشد الجديدي، 51-53هه، امير معاويه جو دور، قيقان/ڪيڪانان ۾ جنگ دوران مارجي ويو.

(5) سنان الهذلي، 53-56هه، امير معاويه جو دور، سنڌ ۾ ٻوڌيه/ٻُڌيه علائقي ۾ جنگ دوران ۾ مارجي ويو.

(6) عباد بن زياد، 57-59هه، امير معاويه جو دور، نائب ٿي آيو.

(7) ابو الاشعث العبدي، 57-62هه، امير معاويه جو دور، مڪران ۾ فوت ٿيو.

(8) الحڪم العبدي، 63هه، يزيد جو دور، نائب ٿي آيو.

(9) حري بن الباهلي، 64-68هه، عبدالملڪ بن مروان جو دور، نائب ٿي آيو.

(10)............. 68-75هه، عبدالملڪ جو دور، سنڌين جي حملن ۾ مارجي ويو.

(11) سعيد الڪلابي، 75-78هه، عبدالملڪ جو دور، مڪران ۾ مارجي ويو.

(12) محمد علافي، 80-85هه، عبدالملڪ جو دور، ڏاهر جي درٻار ۾ پناهه ورتائين.

(13) مجاعة التميمي، 85-86هه، عبدالملڪ جو دور، مڪران ۾ مري ويو.

(14) محمد انمري، 89-92هه، وليد بن عبدالملڪ جو دور، مڪران ۾ فوت ٿيو.

(15) عبيدالله بن بنهان، 90هه، وليد بن عبدالملڪ جو دور، ديبل تي حملي جو اڳواڻ ۽ ان حملي ۾ مارجي ويو.

(16) بديل بن طهفة البجلي، وليد بن عهد الملڪ جو دور، ديبل ۾ وڙهندي مارجي ويو.

ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي جي تحقيق موجب، ڪلفٽن (ڪراچيءَ) وارو عبدالله شاهه اصحابي، اصل ۾ عبيدالله بن نبهان آهي، جيڪو مقامي سنڌي لشڪر سان وڙهندي شهيد ٿي ويو.*(چچ نامه، فارسي، ص 255)*

عرب فاتحن جڏهن عبدالملڪ ۽ وليد جي دور ۾، عربستان ۽ ٻين فتح ڪيل علائقن تي مڪمل ضابطو حاصل ڪري ورتو، تڏهن هنن سنڌ ملڪ جي فتح طرف خاص ڌيان ڏنو. جڏهن ديبل وارو مبينه واقعو پيش آيو، تڏهن پرپور تياريءَ سان سنڌ تي حملي جو فيصلو ڪيو ويو. فتح جي پس منظر ۽ سببن متعلق تفصيل بيان ٿي چڪا آهن.

عربن هٿان سنڌ جي فتح جو اڪيلو ۽ هتي سنڌ ۾ لکيل هڪ ئي مقامي ماخذ 'چچ نامو' آهي. ان ۾ ڪافي نقص آهن، پر ان مان ئي سنڌ تي عربن جي تاريخ جو داستان مختصر نموني پيش ڪيو ويو آهي. امڪان آهي ته 'چچ' نامي جي جاءِ ۾ ڪي غلط ڳالهيون به اچي ويون هجن.

جڏهن ديبل جي ڦرلٽ جي واقعي بابت، ڏاهر جو جواب حجاج بن يوسف کي پهتو ته هن خليفي وليد کي خط لکي، سنڌ ملڪ جي فتح جي اجازت گهُري، پر ڪيس اهڙي اجازت نه ملي. ٻيو پيرو خط لکڻ تي ڪيس اهڙي اجازت ملي ۽ تاڪيد ڪيو ويو ته پوريءَ طرح تياري ڪئي وڃي. حجاج، عبيدالله بن نبهان کي مڪران جي جنگ لاءِ مقرر ڪيو. بديل بن طهفة بجليءَ کي محمد بن هارون وٽ پهچڻ جو حڪم مليو ته مڪران پهچي ڪيس لشڪر جي رواني ٿيڻ جو اطلاع ڏنو وڃي ته پوءِ هو به ساڻس گڏ ٽي هزار ماڻهو موڪليندو. عبيدالله ساڻس گڏ عربي سمنڊ ٽپي، اچي ديبل جي قلعي وٽ پهتو. محمد بن هارون کي طهفة جي ذريعي حجاج جو خط مليو ۽ ساڻس هڪ جماعت گڏي رواني ڪئي وئي ۽ اچي ديبل وٽ پهتو.

ديبل جي عوام هيءَ خبر هڪ شخص هٿان ڏاهر کي اروڙ موڪلي جيئن ته رستي ۾ نيرون (نئن رنيڪوٽ جو علائقو) آيو ٿي، سو ڏاهر جي پٽ جيسينه کي به اطلاع ڏنو ويو. ڏاهر جي حڪم سان جيسينه کي چار هزار سوار، اٺ ۽ هاٿي ڏئي، جلد کان جلد ديبل پهچڻ جو چيو ويو. بُديل ابتدا ۾ مقامي لشڪر کي شڪست ڏئي چڪو هو، پر جيسينه جي پهچڻ ۽ عربن سان جنگ ڪرڻ دوران، سنڌي لشڪر کي سوڀ ٿي ۽ بديل لڙائيءَ ۾ ڪتب اچي ويو (مري ويو). بديل جي موت جي خبر حجاج کي سخت پريشان ڪيو ۽ هن سندس انتقام وٺڻ جو قسم کنيو. روايتن موجب نيرون (ڪوٽ) جا ڪيترا ماڻهو خوف ۾ وٺجي ويا ته عرب پڪ سان، هاڻي سنڌ کي فتح ڪندا، سولڪ چپ ۾ هنن عربن سان صلح ڪرڻ ۽ پنهنجي لاءِ امان وٺڻ لاءِ وفد عربستان موڪلي ڏنو. امير حجاج بن يوسف سندن ان ڳالهه کي قبول ڪيو. بديل جي مارجڻ جو اطلاع دمشق پهتو ته، خليفي سنڌ جي مهم کي روڪڻ جو حڪم ڏنو، پر پوءِ حجاج بن يوسف جي بار بار اصرار تي، ٻيهر هن مهم ۽ سنڌ جي فتح جي اجازت ڏني وئي. *(چچ نامو سنڌي، ص 126-133)* پوءِ وري حجاج لکيو ته،

شام جي سردارن مان ڇهن هزارن کي حڪم فرمايو وڃي ته جنگ جي هٿيارن ۽ ٻئي مڪمل ساز سامان سميت لشڪر ڏانهن روانا ٿين: اهي ماڻهو اهڙا نالي وارا هجن، جن مان، لڙائيءَ وقت، هر هڪ جو نالو ڪيس معلوم هجي ۽ هو ساڻس موافق ٿي رهن ۽ لڙائيءَ کان منهن نه موڙين. مطلب ته ڇهه هزار شامي اچي حجاج بن يوسف وٽ پيش پيا. اهڙي بندوبست ڪانپوءِ حجاج، محمد بن قاسم کي هند ۽ سنڌ جي فتح لاءِ روانو ڪيو. محمد بن قاسم، شيراز پهتو. پوءِ عراق ۽ شام وارا به پهچي ويا. حجاج، جنگ لاءِ منجنيقون، رَنبا، تبرون ۽ چلتهو بيڙيءَ ۾ رکائي، ٻن ماڻهن کي انهن جو نگران مقرر ڪيو ۽ اهڙو اطلاع محمد بن قاسم کي به ڏنو ويو. وڌيڪ ڪيس چيو ويو ته اهڙو ساز سامان ۽ ماڻهو ڪيس ديبل وٽ ملندا، تيستين هو صبر ڪري. حجاج، اٺن ۽ ڏاچين جي لشڪر کي به ابن قاسم جي لشڪر لاءِ موڪليو. حجاج جا خط ڇهن هزارن سوارن ۽ ٽن هزارن باربردار بختي اٺن سميت شيراز پهتا. اهو 92ھ/711ع جو سال هو.محمد بن قاسم مڪران پهچي، محمد بن هارون سان ملاقات ڪئي ۽ پوءِ گڏجي هلڻ لڳا. اتان کان ارمابيل (لس ٻيلي) لاءِ روانا ٿيا. محمد بن هارون بيمار هو، جيڪو ارمابيل پهچي وفات ڪري ويو. هن کي اتي دفن ڪيو ويو. *(چچ نامو سنڌي، ص 140)* ڏاهر جي پٽ جيسينه، راجا ڏاهر کي عربن جي ديبل پهچڻ جو اطلاع ڏنو ۽ اجازت گهري ته لشڪر ساڻ ڪري، هو عربن جو مقابلو ڪري. ليڪن محمد علافيءَ، ڏاهر کي عربن جي طاقت کان واقف ڪيو. محمد بن قاسم ارمابيل ڇڏي محرم 93ھ جي هڪ جمعي جي ڏينهن، ديبل پهتو. جنگ جو سمورو گهربل سامان ۽ منظم لشڪر به ديبل پهچي چڪو هو. فاتح حملي جي پوري تياري ڪئي ۽ پڻ صف بندي ڪئي. حجاج، ابن قاسم کي لاڳيتو خط لکي، حملي، جنگ ۽ فوج بابت هدايتون ڏيندو رهيو ۽ هو ديبل جي پسگردائيءَ ۾ اچي لٿو. کاهي کوٽي، جهنڊا کولي، نوبت وڄرايائين. جيڪو لشڪر جنهن جاءِ تي مقرر هو سو اتي رهيو ۽ منجنيقون ٻاهر ڪڍي سڌيون ڪرايائين. هڪ خاص منجنيق 'عروسڪ' نالي هئي، جنهن کي پنج سؤ ماڻهو ڇڪيندا هئا، ته پوءِ ان مان پٿر نڪري نشانو ڪندو هو. ديبل جي وچ ۾ هڪ بلند ۽ وڏو بتخانو هو، جنهن جي مٿان هڪ گنبذ هو جنهن تي پٽ جو ساٺو جهنڊو ٻڌل هو وغيره وغيره. *(چچ نامو سنڌي، ص 146)* ائين سَتَ ڏينهن گُذري ويا. اٺين ڏينهن حجاج پاران ديبل تي حملي ۽ فتح جو حڪم پهتو حملي ٿيڻ شرط قلعي وارن گهرن ۾ وڃي پناهه ورتي. هڪ (غدار) برهمڻ ڪنهن ريت ٻاهر آيو ۽ عربن کي اچي ٻڌايائين ته بتخاني جو جهنڊو طلسم آهي. جيسين جهنڊو برقرار آهي، ايسين قلعو فتح ڪرڻ ممڪن نه ٿيندو. ان ڪري جهنڊي کي ذرا ذرا ڪريو ته قلعو فتح ٿي ويندو. حجاج جي هدايت پهتي ته سنڌ جو ڪو به ماڻهو پناهه گهري ته ڪيس پناهه ڏني وڃي، پر ديبل جي ڪنهن به ماڻهوءَ کي پناهه نه ملڻ کپي. نائين ڏينهن 'عروسڪ' کي حملي لاءِ استعمال ڪيو ويو، جنهن ڪاميابيءَ سان مندر جي جهنڊي ۽ قلعي کي ڪيرايو ان حالت ۾ ڦڙڦوٽ پيدا ٿي، مختلف پاسن کان عرب فوجي قلعي کي گهيري ويا. ديبل واسين ٻيو چارو نه ڏسي دروازا کولي مسلمان لشڪر کان امان طلبي. محمد بن قاسم چيو ڪيس امان جو حڪم ناهي. پوءِ ديبل جي رهاڪن جو ٽن ڏينهن تائين ڪوس جاري رهيو. ڏاهر کي اطلاع مليو ته هڪدم لشڪر موڪلي حفاظتي اپائن لاءِ حڪم ڏنائين، پر اهي بيسود نڪتا. محمد بن قاسم بتخاني ۾ آيو. در تي جيڪي به ماڻهو ڏٺائين، تن کي قتل ڪيو ويو. علي بن حامد ڪوفي وڌيڪ لکي ٿو ته: ست سؤ سهڻيون ٻانهيون جيڪي بُت (مندر) جي خدمت ۾ رهنديون هيون، تن سڀني کي جڙادار زيورن ۽ زرين لباسن سميت گرفتار ڪيو ويو ۽ چئن هزارن ماڻهن ۽ ڪي چون ٿا ته چئن سون ماڻهن (قلعي) ۾ اندر اچي سندن زيور لاٿا.*(چچ نامو سنڌي، ص 152)* پوءِ ديبل جي عرب قيدين کي آزاد ڪرڻ جو حڪم ٿيو انهن مٿان مقرر عملدار مهترائج پٽ ڪبله لاءِ حڪم ٿيو ته ڪيس سزا ڏني وڃي، ان تي قيدين شاهدي ڏني ته مهترائج سندن دلجوئي ۽ خدمت ۾ وڏي دلچسپي ورتي آهي، ان ڪري ڪيس معافي ملي. مهترائج هڪ ذهين انسان هو. هن اسلام قبول ڪيو. ڪيس مقامي گورنر جي مدد لاءِ مقرر ڪيو ويو. حميد بن وَداع نجديءَ کي ديبل جو گورنر مقرر ڪري اختيار سندس حوالي ڪيا ويا. ان ڪانپوءِ ديبل جي غنيمتن، غلامن خواه روڪڙ جي تقسيم ڪئي وئي.

ديبل جي لٽجڻ جي خبر ڏاهر کي پئي ته، هن جيسينه کي نيرون ڪوٽ (رنيڪوٽ جي قلعي؟) جي حفاظتي قدمن لاءِ حڪم ڏنو. محمد بن قاسم ديبل کان موٽي ارمابيل پهتو، جو ته ڪيس رستو صاف ڪري ڪوٽ نيرون پهچڻو هو. ان وچ ۾ ڏاهر، محمد بن قاسم ۽ حجاج جي وچ ۾ خط و ڪتابت جاري رهي. حَنظله ڪلابيءَ موجب: ديبل جي فتح ۽ بي شمار غنيمتن حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ، فاتح سنڌ جي حڪم تي فوجي منجنيقون ٻيڙن ۾ رکي، نيرون جي قلعي ڏانهن روانا ٿيا. ٻيڙا ساڪري جي نار ذريعي ۽ پاڻ سيسم کان ٿيندا، نيرون روانا ٿيا. ارمابيل يا لسٻيلي کان ڪوٽ نيرون ڏانهن وڃڻ واريءَ خبر تي، ڪجهه محققن جو خيال آهي ته نيرون اصل ۾ اڄ جو رني ڪوٽ آهي. جنهن جو اشتقاق: نئن رني ڪوٽ ۽ نيرن ڪوٽ آهي. ٻيءَ صورت ۾ ديبل کان لسٻيلي موٽڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟

لسٻيلي کان عرب لشڪر نيرون ڪوٽ پهتو. سندن سردار شمني، ڏاهر ڏانهن ويل هو. ان ڪري قلعي وارن ڪوٽ جا دروازا بند ڪري ڇڏيا. شمني (ٻوڌي) موٽيو ته حالتن جو اندازو ڪري عربن ڏانهن ٺاهه جو پيغام موڪليائين. هيءَ خبر حجاج ڏي موڪلي وئي، جنهن جواب ڏنو ته کين معاف ڪري مٿن مهربانيون ڪريو. محمد بن قاسم خاص ماڻهو موڪلي قلعي جا دروازا بند ڪرڻ جو سبب معلوم ڪيو. عرب مطمئن ٿي آيا، تڏهن شمنيءَ پندر کي امير قاسم سان ملاقات جي اجازت ڏني. ٻنهي اڳواڻن جي ملاقات ٿي. قلعي تي هڪ گورنر مقرر ڪيو ويو ٻڌ جي بت/ مندر واري جاءِ تي مسجد ٺهرائي، امام مقرر ڪري، اتي ٻانگ ۽ نماز جو بندوبست ڪيو ويو. هتان کان فاتح سنڌ،

سيوستان (سيوهڻ) وڃڻ جو فيصلو ڪيو. نيرون کان سيوستان ٽيهه فرسنگ پنڌ پري هو. شمني ۽ امير قاسم ساڻس گڏ سيوستان آيا. اتي ڏاهر جو سوٽ بجهراءِ پٽ چندر حاڪم هو. عام ماڻهو جنگ جي خلاف هئا. پر بجهراءِ جنگ جو فيصلو ڪيو. هيءُ اطلاع ملندي ئي محمد بن قاسم شهر جي پناهگاهه جي ريگستاني قلعي طرف وڌيو. منجنيقون ۽ ٻيا هٿيار ڪتب آڻيندي، محمد بن قاسم جنگ شروع ڪئي. قلعي وارا جنگ جا مخالف هئا. هفتو جنگ جاري رهي. ماڻهن پيغام موڪلي محمد بن قاسم کي قلعي جي رهاڪن جي نفسيات کان واقف ڪيو. رات جي اونده ۾ بجهراءِ ٻوڏيه (ٻڌيه) جي راجا ڪاڪا پٽ ڪوتل ڏانهن ڀڄي ويو. ڪاڪا جو قلعو ڪنڀ نهر جي ڪناري تي سيسم نالي هو. عام ماڻهن بجهراءِ جو استقبال ڪيو. شمنين اطاعت ڪئي ۽ ابن قاسم سيوهڻ جي قلعي ۾ داخل ٿيو. اتي جو انتظامي بندوبست ڪري، مال غنيمت تي ڌيان ڏنائين. وفادار شمنين کي ڇڏي، ٻين کان سون ۽ چاندي ڪسڻ جو چيائين. سمورو چاندي، زيور ۽ روڪڙ ضبط ڪري، لشڪر جو حصو لشڪر کي ڏئي، باقي پنجون حصو حجاج بن يوسف جي خزانچيءَ جي حوالي ڪيائين. پوءِ ٻوڏيه ۽ سيسم جو رخ رکيائين. اتي جي ماڻهن عربن سان جنگ جو فيصلو ڪيو. پر اتي جي ٻڌ اڳواڻ ڪين منع ڪئي. جيتوڻيڪ هڪ هزار هٿياربند چنا ويڙهه لاءِ تيار ڪيا ويا هئا، پر ڪين ناڪامي ٿي. بعد ۾ علائقي جا مکي ڪاڪي پٽ ڪوتل وٽ آيا، جو نباته بن حَنظله سان گڏجي محمد بن قاسم جي بيعت لاءِ پهتو. ڪاڪي جي عزت ڪئي وئي ۽ هن کي سروپاءِ به پهرائي وئي. عام ماڻهن کي هن جي اڳيرائي لاءِ حڪم به ڏنو ويو. اتي امير قاسم پنهنجو نائب مقرر ڪيو. جنهن مخالفن کي سخت سيڪت ڏني. مقامي ماڻهن سان قرلٽ واري مامري ۾ ڪاڪا پٽ ڪوتل به شامل ٿيو. ان ڪري ڏاڍا ڏوڪڙ، ڪپڙا، وهٽ، غلام ۽ اناج هٿ ڪري، عربن جي حوالي ڪري سرخرو ٿيو. اتان منزل ڪٽي سيسم جي قلعي تي آيو ۽ ڏينهن لڙائي هلي. عرب سوڀارا ٿيا. انهن ننڍن وڏن واقعن کان پوءِ حجاج پاران محمد بن قاسم کي حڪم مليو ته، مهراڻ (سنڌو درياهه) ٽپي ڏاهر سان جنگ جوٽي وڃي. حڪم پهتو ته سيسم کي ڇڏي نيرون ۾ موٽي اچ، ۽ مهراڻ ٽپڻ جي تجويز ڪري ڏاهر سان جنگ جي تياري ڪئي وڃي. هي خط ملڻ تي ابن قاسم نيرون تڪر ڏانهن موٽي آيو. تڏهن راجا ڏاهر کي خبر ملي ته محمد بن قاسم نيرون ڪوٽ ۾ پهتو آهي. ڏاهر نجومين کان معلوم ڪيو ته اصل حالات ڪيڏانهن پيا وڃن. انهن نجومين چيو ته اسان جي علم موجب 92هه/ 711ع ۾ نيرون جو قلعو اسلامي لشڪر ۽ سمورو ملڪ 93هه/ 712ع ۾ محمد بن قاسم جي تابع ٿي ويندو. اهو ٻڌي ڏاهر نيرون جي سربراهه، پنڊرڪي شمنيءَ کي چيو ته تون اُتي پهچ (نيرون) ۽ اُتي جي حالتن کان اسان کي واقف ڪر. محمد بن قاسم سان شمنيءَ ملاقات ڪئي ۽ ڪيس حالتن کان واقف ڪيو. ابن قاسم، شمنيءَ کي معاف ڪيو ۽ ان جي عزت افزائي ڪئي. شمني قلعي ۾ موٽي آيو. شهر کُلي ويو ۽ عام ماڻهن ۾ چرپر شروع ٿي.

پوءِ محمد بن قاسم خود نيرون قلعي ۾ آيو ۽ پنهنجا ماڻهو مقرر ڪري منزل ڪٽي، مهراڻ ندي ٽپڻ جي تياري ڪرڻ لڳو. ٻڌين جي سردارن ۽ شمني راسل رسنيءَ جي وڏن به امان گهري. پوءِ محمد بن قاسم اشبهار جي قلعي ۾ داخل ٿيو هي هڪ مضبوط قلعو هو. حفاظت خاطر کاهي به کوٽي وئي هئي. هڪ هفتو زبردست جنگ لڳي، جنهن ۾ جَت قبيلي اهم ڪردار ادا ڪيو. اشبهار جي قلعي جي فتح ڪانپوءِ، ويڙهه ڪندڙ قبيلن جو قتل عام ڪيو ويو. محمد بن قاسم مهراڻ جي پتڻ تي اچي لٿو ته ٻيٽ جي حاڪم جاهين ساڻس جنگ جوٽي. محمد بن قاسم راوڙ ۽ جيور جي حد ۾ پهتو ته، ڏاهر کي گهڻي پريشاني ٿي. ان پسمنظر ۾ هن موڪي پٽ وسايي کي گهڻيون رعايتون ڏنيون. تاريخي ڪتاب ’چچ نامه‘ موجب، موڪي جي عربن سان ناتو، پوءِ گرفتاري ۽ ان کي ڊرامائي رنگ به ڏنو ويو ته، جيئن ڏاهر کي اصل حالتن جي خبر نه پوي. امير قاسم، راجا ڏاهر ڏانهن ڪي قاصد به موڪليا. قاصدن پيغام ڏنو ته فاتح سنڌ چوي ٿو ته، ”تون مختيار آهين. جيڪڏهن [درياهه] لنگهي اچين ته رستو ڪليل آهي ۽ ڪا به روڪ نه آهي، نه ته ٻيءَ صورت ۾ رستو کُليل رکو ته عرب جو لشڪر درياهه ٽپي توهان جي سامهون ٿئي.“ *(چچ نامو، سنڌي، ص: 197)*

ان ماجرا ۾ وزير سياڪر سان مشورو ڪيو ويو ته هاڻي ڇا ڪجي؟ وزير راجا ڏاهر کي چيو ته اسان اڳ ۾ صلاح ڏني هئي ته، عربن کي ’مهراڻ‘ جي اوپر ۾ اچڻ نه ڏجي ۽ اڳتي ’سنڌو درياهه‘ جي ٻيءَ پر ۾ ڪين للڪاريو وڃي، پر اسان جي مشوري تي عمل نه ڪيو ويو. جڏهن ته پناهه ۾ آيل علافيءَ (عرب) مختلف صلاحون ڏنيون. بعد ۾ ڏاهر شامي قاصد ذريعي پيغام موڪليو ته، ”موٽي وڃي، پنهنجي امير کي چئو ته (درياهه) ٽپڻ ۾ توکي چونڊ ڇڏيو ٿو وڃي. اسان تنهنجي جنگ لاءِ تيار ويٺا آهيون. تون لنگهي اچ، نه ته اسين ٽا لنگهي اچون.“ *(چچ نامو، سنڌي، ص: 201)* محمد بن قاسم ۽ حجاج بن يوسف، مهراڻ ندي ٽپي ڏاهر سان جنگ ڪرڻ جي باري ۾، خطن ذريعي صلاح مصلحت جاري رکي. راجا ڏاهر راوڙ پهتو. ان وقت حملي آور جيور جي سامهون وڏي فوج سان موجود ڏٺو ويو. ان وقت هڪ شامي، جيڪو تيراندازيءَ ۾ ماهر هو، سو درياهه ٽپندي ڏاهر جي تير سان مارجي ويو. جاهين نالي هڪ بهادر کي عربن تي نظر رکڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو. ٻئي طرف خبر پهتي ته چنديرام هالو جيڪو اڳ ۾ سيوستان جو حاڪم رهيو هو. ان وري ٺڪرن جي مدد سان عربن کي بي دخل ڪري قلعي تي قبضو ڪري ورتو آهي. محمد بن مصعب کي سيوستان جي ٻيهر حاصل ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو. چنديرام ملڪ ڇڏي ’جهم‘ ڏانهن ڀڄي ويو. شهر ۽ قلعي جي رهاڪن معافي وٺي سيوستان محمد بن مصعب جي حوالي ڪري عام شهرين کي معافي ڏني. معافيءَ جي معاملي تي امير قاسم خَفي ٿيو. البت ڪيس حڪم ٿيو ته جنگ لاءِ سيوستان مان چار هزار معتبر ۽ ڀروسي جوڳا ماڻهو وٺي اچ ۽ شهر جو به جوڳو بندوبست ڪيو وڃي. عرب امير فاتح سنڌ جي حڪم جي پيروي ڪئي. ان ڏينهن موڪو پٽ وسايو به

بيٽ جي قلعي جي پرسان اچي محمد بن قاسم سان مليو. هي اطلاع ملڻ تي راجا ڏاهر، پنهنجي پٽ جيسينہ کي عربن تي نگاهہ رکڻ لاءِ، بيٽ جي قلعي طرف موڪلي ڇڏيو. جيسينہ ڪوتڪہ نديءَ ذريعي ماڳ تي پهتو. محمد بن قاسم، ڏاهر جي لشڪر تي اک رکڻ لاءِ، جهم ۽ ڪرهل جي پرڳڻن ۾ اچي لٿو، جتي پنجاهہ ڏينهن رهڻو پيس. ان پسمنظر ۾ عربن کي ۽ سندن جانورن کي کاڌي پيتي جي ڏاڍي تڪليف پهتي. ان عرصي ۾ محمد بن قاسم ۽ حجاج بن يوسف جي وچ ۾ مهراڻ عبور ڪرڻ ۽ ڏاهر سان جنگ ڪرڻ لاءِ خط و ڪتابت جاري رهي. فاتح سنڌ جِهم جي علائقي ۾ ساڪري جي سرزمين تي پهتو ۽ درياهہ ٽپڻ جي تياري ڪرڻ لڳو. ڏاهر معاملي جي اهميت کي نظر انداز ڪندي، حملي آورن کي جهڙوڪر وساري ڇڏيو. ان حالت ۾ پنڊ وير کي شمني ڏاهر کي خبردار ڪيو. ان ڪانپوءِ راجا وزير سان صلاحون ڪيون. محمد بن قاسم درياهہ ٽپڻ لاءِ مختلف پاسن تي پنهنجا برجستا ماڻهو مقرر ڪيا ۽ ان لاءِ عملي قدم کڻڻ لڳو. موڪو پٽ وسايو عرب فاتح جي مدد ۽ درياهہ کي ٽپڻ ۾ مدد ڏيڻ لاءِ، ٻيڙيون ڪاهي آيو. جيسينہ کي بيٽ جي قلعي جي حفاظت ڏيندي، تاڪيد ڪيو ويو تہ وسايو پٽ سريند پروسي جوڳو ڪونهي. ان کان بچڻ گهرجي. البت راسل (موڪي جو ڀاءُ) ڏاهر وٽ پهتو. راجا ڏاهر پٽ جي جاءِ تي بيٽ جي قلعي تي راسل کي مقرر ڪيو ۽ جيسينہ کي طلب ڪري ورتو. پل جي تعمير ۽ لشڪر جي ٻئي طرف اچڻ وقت، اهي سنڌي، جيڪي عربن سان گڏ هئا ۽ اهي سنڌي جيڪي راجا ڏاهر سان گڏ هئا، تن جي وچ ۾ معرڪي جي جنگ ٿي. ڏاهر جي طرفدار لشڪر شڪست کاڌي ۽ عرب پنهنجي مقصد ۾ سرخرو رهيا. بچي ويل لشڪر ڪنهن طرح سان ڏاهر تائين هيءَ خبر پهچائي. پل تيار ٿيڻ ڪانپوءِ محمد بن قاسم درياهہ جو اولهہ ڇڏي اوڀر پاسي پهچي ويو. لشڪر کي بہ ٻئي طرف اچڻ جو حڪم مليو تہ، جتي ڏاهر آهي، اتي وڃي ساڻس مقابلو ڪج. جاڪاڻ تہ فتح تنهنجي ٿيندي ۽ مخالف خوار خراب ٿي ڀڄي ويندا. *(چچ نامو، سنڌي، ص: 237)* محمد بن قاسم ۽ ڏاهر جي لشڪر جي وچ ۾ پهرين جنگ، ڏاهر جي پٽ جيسينہ ڪئي، جنهن ۾ عربن کي سوڀ ٿي. ان کان سواءِ راسل بہ عربن جي بيعت ڪئي. راسل اصل ۾ سنڌي لشڪر سان ٺڳي ڪئي. ڏاهر جي سڄي چرپر تي نظر رکڻ جو ڪم راسل جي حوالي ٿيو. پوءِ ابن قاسم عرب فوج سان جيور پهتو. وزير سياڪر خبر ٻڌي چيو تہ، هاءِ برو سوڻ ٿيو. انهيءَ جاءِ کي جيور چون ٿا يعني 'فتح جي جاءِ'، ۽ جڏهن لشڪر وڃي انهيءَ جاءِ تي پهتو تہ فتح ۽ ڪاميابي ساڻن همراهہ ٿيندي.'

ڏاهر جيور ڇڏي اچي راوڙ جي قلعي ۾ داخل ٿيو. نجوميءَ کي طلب ڪري معلوم ڪيائين تہ، مون کي اڄ مخالفن سان جنگ ڪرڻ گهرجي يا نہ؟ نجوميءَ حساب ڪتاب ڪري هن کي منع ڪئي. ٻئي ڏينهن منزل پٽي عربن کي ويجهو ٿيو. پنهنجي هڪ مکيہ سالار 'جهاپو اڳواڻ' کي عربن سان جنگ لاءِ موڪليائين. ٻنهي ڌرين ۾ سڄو ڏينهن جنگ ٿي. آخرڪار لشڪر ٿڪجي ماڳن ڏي موٽي ويو. ٽئين ڏينهن لڙائيءَ لاءِ جاهين کي موڪليائين، اهو جنگ ڪندي مارجي ويو. ڪو بہ لشڪر سرخرو نہ ٿي سگهيو. ان تي وزير سياڪر، راجا ڏاهر کي اصل حقيقت کان ۽ سندس غلطين کان آگاهہ ڪيو. راجا کي چيائين تہ ائين ماڻهو نہ ماراءِ، سموري طاقت کي يڪجاءِ ڪر ۽ اٿي عربن جي سامهون ٿيءُ. ان نصيحت کان پوءِ ڏاهر جي حڪم تي جنگ جو نغارو وڄائي، جهنڊو کڙو ڪيو ويو ۽ اٽڪل پنج هزار ناليرا سوار ۽ چالاڪ جنگي جوان ۽ شهزادا، سٺ مست هاٿي- ڪي چون ٿا تہ جنگي هاٿي هڪ سؤ هئا- ۽ ويهہ هزار زرهن ۽ ڍالن سميت پيادا جنگ لاءِ سندس اڳيان روانا ٿيا. راجا پاڻ هڪ مست هاٿيءَ تي پالڪي ٻڌي، لوهو برگستوان وجهي، زرہ ڍڪي، ۽ ڪمان تي زرہ چاڙهي ويٺو. پالڪيءَ ۾ هن سان گڏ ٻہ ٻانهيون هيون. هڪ ڪيس تير ٿي ڏنا ۽ ٻيءَ پان ٿي پهچايو. [جيتوڻيڪ هتي وري 'چچ نامہ' جي مصنف محمد علافي ۽ ڏاهر کي گڏ ڏيکاريو آهي، پر هيءَ ڳالهہ سمجهہ کان مٿي آهي.] ان پس منظر ۾ عربن بہ پوريءَ طاقت سان تياري ڪئي. چوٿين ڏينهن گهمسان جي جنگ ٿي. ان ۾ عربن جو گهڻو نقصان ٿيو. ان ڏينهن محمد بن قاسم انديشي طور پنهنجو جاءِ نشين بہ مقرر ڪرڻ جو اعلان ڪيو. *(چچ نامو، سنڌي، ص: 248)* مرزا قليچ بيگ جنهن ڪتاب 'چچ نامہ' جو انگريزي ترجمو ڇپرايو هو، 10 رمضان 93 هہ، خميس جي ڏينهن تي ٿيل جنگ کي، محمد بن قاسم ۽ راجا ڏاهر ۾ ٿيندڙ جنگين ۾ هن جنگ کي پنجين (05) جنگ شمار ڪيو آهي. مرزا صاحب موجب ان ڏينهن 16 جون 711ع جي تاريخ هئي. *(دي چچ نامہ، ص: 137، ۽ پڻ حاشيا)* جڏهن تہ درست عيسوي تاريخ 20 جون 712ع بيهي ٿي. ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ بہ ان راءِ جو آهي. جڏهن تہ رائج الوقت 'چچ نامہ' کي ڪي قدر منجهايو ويو آهي. ظاهر ٿئي ٿو تہ محمد بن قاسم ۽ راجا ڏاهر جي وچ ۾، راوڙ وٽ جملي پنج جنگيون ٿيون. راوڙ، جيڪو غير معروف شهر ۽ قلعو موجوده بدين ضلعي ۾ چيو وڃي ٿو. ٻيءَ راءِ موجب اسلامي دور جي 'فتح باغ' ۽ 'جوڻ' شهرن جي ارد گرد ڪٿي راوڙ جو قلعو ڳولڻ ڪپي. (جڏهن تہ عبدالواحد آريسر راوڙ جو محل وقوع ٽنڊي الهيار پرسان ڄاڻائي ٿو) راجا ڏاهر، پٽ جيسينہ کي ڏهن هزارن لوهہ (جي زرهن) ۾ غرق جنگي سوارن سان، جن مان ڪن جا وار ڪليل ۽ ترارين اگهاڙيون ۽ ڪن جا وار ٻڌل ۽ ترارين ۽ ڍالون هٿن ۾، وچ ۾ بيهاري اچي مسلمانن جي صف جي سامهون بيٺو. ڏاهر سفيد هاٿيءَ تي ويٺل هو. ۽ سندس چوڌاري ٻيا هاٿي پويان بيٺل هئا. *(چچ نامو، سنڌي، ص: 249)* ان ريت فيصلي ڪن معرڪي لاءِ، محمد بن قاسم بہ ڀرپور تياري ڪئي. سنڌ جي فاتح عرب لشڪر کي خطاب بہ ڪيو ۽ انهن جي همت افزائي ڪئي. ان عرصي ۾ ڏاهر جي فوج کي ٽوڙڻ لاءِ رٿابندي ٿي، جو ڪي سنڌ جا رهواسي امان وٺڻ لاءِ عربن جي ڪيمپ ۾ پهچي ويا. خود راجا ڏاهر نهايت بهادري، همت ۽ بي جگريءَ سان جنگ ۾ حصو ورتو. جنهن جي خود عرب مؤرخن بہ تائيد ڪئي آهي. جنگ هلندي مسلمانن جو هڪ بهادر سپاهي شجاع حبشي راجا ڏاهر جي تير سان فوت ٿيو. هن آخري فيصلي ڪن جنگ ۾ خود سنڌي لشڪر جي غلطين بہ ڪين مارايو.

راجا ڏاهر، خميس جي ڏينهن، ڏهين رمضان المبارڪ، سن 93 ھ ۾، راوڙ جي قلعي وٽ سج لهڻ مهل قتل ٿيو. (چچ نامو سنڌي، ص: 261) ڏاهر جي قتل ڪانپوءِ جيسينہ، راوڙ جي قلعي ۾ مضبوط ٿي جنگ جي تياري ڪئي. جيسينہ ۽ راڻي مايين ڪيترن ئي شهزادن سان وچي قلعي بند ٿيا. جيسينہ پنهنجي مردانگي، طاقت ۽ دٻدٻي تي مست هو ۽ پورو پروسو هوس، سو جنگ لاءِ بيهي رهيو. ڏاهر جي مارجڻ ۽ سفيد هاٿيءَ جي زخمي ٿيڻ جو اطلاع پهتو، تڏهن جيسينہ چيو، دشمن سان سامهون ٿي، ننگ ناموس خاطر ترار هڻنداسون، پوءِ جيڪڏهن ڪُسي وياسين تہ بہ ضايع نہ ٿياسون. وزير سياڪر سندس ڳالهہ سان اتفاق نہ ڪيو ۽ راءِ ڏني تہ راوڙ کي ڇڏي برهمڻ آباد هلجي. جيتوڻيڪ جيسينہ برهمڻ آباد طرف ڪوچ ڪرڻ جو حڪم ڏنو، پر مايين راوڙ ۾ جنگ جي تياري ڪئي. ان وقت پندرهن هزار جنگي جوان راوڙ ۾ موجود موجود هئا. صبح جو راوڙ ۾ ڏاهر جي قتل جو بہ اطلاع پهتو. سنڌي لشڪر ويڙهہ لاءِ تيار هو. عربن بہ قلعي ۽ برجن مٿان دهل ۽ شرنايون وڄائي، منجنيقن ۽ مشينن مان پٿر، تير ۽ نيمچا وسائڻ شروع ڪيا. عربن رات ڏينهن لڙائي جاري رکي. مايين ڏنو تہ (چچ نامي، سنڌي، ص: 282، مايين کي ڏاهر جي پيڻ لکيو آهي) عرب قابض ٿيڻ وارا آهن، تڏهن چيائين، "جيسينہ اسان کان جدا ٿي ويو. جنهن کي امان وٺڻي آهي، ان کي اجازت آهي. باقي عورتون چڪيا تي چڙهي پنهنجي عزت بچائين." پوءِ سڀ گهر ۾ ويون ۽ باهہ ٻاري پاڻ کي ساڙيائون. بچي ويلن سان فاتح سنڌ هن ريت حشر ڪيو، محمد بن قاسم قلعو پنهنجي قبضي ۾ آڻي، ٽي ڏينهن اتي رهيو ۽ انهن ڇهن هزارن جنگي مردن کي مارايائين. جيڪي قلعي ۾ لڙي رهيا هئا ۽ ڪن کي تيرن جو نشان ڪيائون. تنهن کان پوءِ (باقي) جيڪي بہ ٻيا تابعدار ۽ لاڳاپيدار، جهڙوڪ زالون ۽ ٻار رهيا، تن کي قيد ڪيائون. (چچ نامو سنڌي، ص: 283) راوڙ ۾ ابن قاسم کي ٽيهہ هزار ٻانهان هٿ آيا، جن مان ٽيهہ تہ راجائن جون ڌيئرون هيون. ڏاهر جي ڀاڻيجي 'حسنہ' [سنڌي نالي سُهڻي جو عربي روپ] بہ انهن ۾ هئي، جي سڀ حجاج ڏانهن موڪليائون. ڏاهر جو سر ۽ ٻانهن جو پنجون حصو ڪعب جي هٿان عراق موڪليائين. حجاج اهي سڀ ڏسي شڪراني جو سجدو ادا ڪيو. پوءِ غنيمت جو اهو سمورو مال خليفي وليد ڏانهن شام (دمشق) موڪليائين. ڏاهر جي ڀاڻيجي حسنہ سان شاديءَ جي خواهش ڪيائين، پر ان کي پوءِ عبدالله بن عباس جي حوالي ڪيو ويو. حسب دستور حجاج ۽ محمد بن قاسم، راوڙ جي فتح ۽ ڏاهر جي مارجڻ تي هڪ ٻئي کي خط لکيا. برهمڻ آباد کان اڳ فاتح کي بهرور ۽ دهليلہ (دليل ديري؟) جا قلعا فتح ڪرڻا پيا. اتي سورهن هزار جنگي جوان رهندا هئا. بهرور ۾ ٻہ مهينا جنگ هلي. اڪثر جوڌا ڪسي ويا. قلعو تباهہ ٿي ويو. عربن کي بي شمار مال غنيمت هٿ آيو. دهليلہ تي قبضو ٿيو تہ اتي بہ ساڳي حالت رهي. افراتفري، خوف ۽ بي ترتيبيءَ جو ماحول سنڌ ملڪ تي ڇانئجي ويو. ڪيئي جوڌا ۽ ننڍا ننڍا راجائون پاڙيسري ملڪ هندستان ڏانهن فرار ٿي ويا. ان پسمنظر ۾ خود سياڪر وزير بہ ڀاڄيو ٿي مسلمانن جي ڪيمپ ۾ وچي پناهہ ورتي. محمد بن قاسم ڪيس عزت ڏني ۽ وزير جو درجو بہ ڏنو.

محمد بن قاسم هنن فتوحات کان پوءِ، برهمڻ آباد فتح ڪرڻ لاءِ 'جلوالي' نهر جي ڪناري تي منزل ڪئي. جيسينہ برهمڻ آباد قلعي جي ڇئن مکيہ دروازن تي بهادر مقرر ڪيا ۽ جنگ جي تياريءَ ۾ لڳي ويو. 01 رجب 93ھ تي لڙائي شروع ٿي. جنگ ۾ چاليهہ هزار جنگي جوان هئا. صبح کان شام تائين جنگ ٿيندي هئي، جيڪا پورا ڇهہ مهينا جاري رهي. هڪ وقت تي محمد بن قاسم بہ مايوس ٿي ويو. هي ذوالحج مهيني جي پڇاڙي سن 93 هجري ڏينهن آچر جو هو. جيسينہ قلعو ڇڏي رمل/ ڀاٽيہ جي حاڪم ڏانهن ويو ۽ واپس ٿيندي مسلمانن جي لشڪر لاءِ مسئلا پيدا ڪندو رهيو. جيسينہ مختلف طرفن ڏانهن مدد لاءِ ويو، پر خاطر خواهہ جواب نہ مليو. آخرڪار قلعي جي ماڻهن امن يا جنگ لاءِ ويهي صلاح ڪئي. انجام اقرار ڪانپوءِ قلعي کي عربن لاءِ کوليو ويو. امان گهرندڙن کي ڇڏي باقي سپني کي قتل ڪيو ويو. ٽيهہ هزار غلام قيد ۽ قبضي ۾ آيا. ليڪن جيسينہ ۽ راڻي لاڏي اڃا بہ جنگ لاءِ تيار هئا. اوچتو قلعو فتح ٿي ويو. راڻي لاڏي ٻن ڌيئن سميت گرفتار ٿي. ويهہ هزار ٻانها بہ گرفتار ٿيا. ڇهہ هزار جنگي جوان قتل ڪيا ويا ۽ سورهن هزار مرد ڪُٺا ويا. (چچ نامو سنڌي، ص: 291-302) ڪاريگرن، مزدورن، واپارين ۽ سڪين ستابن تي ڊِل مقرر ڪئي وئي. ان جو تفصيل چچ نامو، سنڌي، ص: 304 تي ملي ٿو. لوهاڻي خطي ۾ حاڪمن (برهمڻن) پاران عوام تي مڙهيل سخت قاعدن کي محمد بن قاسم بہ جاري رهڻ ڏنو. پوءِ ننڍا ننڍا شهر فتح ڪندو محمد بن قاسم، 03 محرم 94 هجري خميس ڏينهن تي 'ساوندي سمہ' پهتو. ساوندي اصل ۾ سن ساوڙي (موجوده ضلعي نوابشاهہ) ۾ آهي. اتي ڍنڍ وکر بهار (نُل مير رکڻ) جي ڪناري تي منزل ڪيائين. سمن ۽ سهتن جي ماڻهن ويڙهہ بجاءِ ابن قاسم جو استقبال ڪيو. مختلف ماڳن تي دلجاءِ ڪري فاتحن جو لشڪر سنڌ جي تختگاهہ اروڙ ڏانهن وڌيو، جتي ڏاهر جو پٽ گوپي وڏي لشڪر سان موجود هو. اروڙ واسي جنگ لاءِ تيار هئا، پر ڪين ڏاهر جي موت جي پڪي خبر ملي تہ معاملو انتشار ۾ بدلجي ويو. راڻي لاڏي بہ اڳتي وڌي اروڙ وارن کي جنگ کان منع ڪئي ۽ ڪين کي صلاحون ڏنيون. [چچنامي ۾ راڻي لاڏيءَ جو محمد بن قاسم سان نڪاح ڏيکاريو ويو آهي، جيڪا ڳالهہ غلط آهي. هندستان مان سنسڪرت زبان ۾ ترجمو ٿي ڇپيل ڪتاب 'سنڌو ڪنيا'] گوپي هيءَ حالت ڏسي شهر ڇڏي ڀڄي ويو. جيسينہ بہ مختلف علائقن ۾ مدد لاءِ ڦرندو رهيو. محمد بن قاسم اروڙ ۾ آيو تہ قتل عام جو حڪم ڏنائين، جو راڻي لاڏيءَ جي سمجهائڻ تي روڪيو ويو. اروڙ تي مڪمل قبضي کان پوءِ ابن قاسم احنف بن قيس جي ڏوهٽي کي اروڙ جو گورنر مقرر ڪيو. ڀاٽيہ جي قلعي تي ڪڪسو پٽ چندر حاڪم هو. محمد بن قاسم اُچ/ اسڪلنده فتح ڪرڻ لاءِ، اڳتي وڌڻ کان اڳ ڀاٽيہ جي حاڪم سان معاملا نبيري ورتا. هو هر وقت ڪيس (ڪڪسو) پاڻ سان رکندو هو. بياس نديءَ جي ڪناري تي موجود اسڪلنده جي قلعي تي ڪاهہ ڪيائين. جنگ ٿي تہ

ٻنهي طرفن کان رت جون نديون وهي هليون. هيءَ جنگ ست ڏينهن هلي. آخرڪار قلعي جو حاڪم سيهرا ڪوٽ ڇڏي سڪه جي قلعي ۾ پهتو. راويءَ جي ڏاکڻي ڪناري تي سڪه هڪ عاليشان قلعو هو. حاڪم جي ڀڄي وڃڻ تي اسڪلنده جي عوام فاتح سنڌ کان امان گهري. هن حڪم ڏنو ته ڇئن هزارن هٿياربند مردن کي قتل ڪري، انهن جي ٻوڙلڻن کي غلام بنايو وڃي. (چچ نامو سنڌي، ص: 350-351) ان بعد محمد بن قاسم سڪه ۽ ملتان ڏانهن رخ رکيو. سڪه شهر حاصل ڪرڻ لاءِ سترهن ڏينهن جنگ هلي. هن جنگ ۾ ٻه سؤ پندرهن شامي سپاهي مارجي ويا. محمد بن قاسم بدلي ۾ سڄي شهر کي ڍهرائي ڍير ڪري پوءِ ملتان طرف وڌيو. جتي راجا 'ڪندا' حاڪم هو ۽ مشهور ڪردار بجهراءِ به اتي موجود هو. ملتان جي فتح ۽ قبضي لاءِ عربن ۽ سنڌين ۾ ٻه مهينا جنگ جاري رهي. ان صورت ۾ ٻنهي ڌرين جو تمام گهڻو خون خرابو ٿيو. آخر هڪ مقامي ماڻهوءَ جي ڏس تي قلعي تي قبضو ڪيو ويو. ڪتابن لکيو آهي ته عربن، ملتان ۾ ڇهه هزار جنگي سپاهين کي قتل ڪيو. ملتان ۾ عربن کي بيشمار مال غنيمت هٿ آيو. جو ڪجهه پاڻ ڪنيائون، پر گهڻو حصو عراق ۽ شام ڏانهن موڪلي ڏنائون. (چچ نامو سنڌي، ص: 352-354) جنگ ٻِچ مهينا جاري رهي، اُن ڪري ڏڪار جهڙي حالت پيدا ٿي. ان ڏس ۾ خاص ڪري عرب لشڪر کي گهڻي تڪليف پهتي. ملتان جي فتح ۽ علائقي جي ٻين ننڍن ننڍن شهرن ۽ ڪوٽن جي فتح مقامي ماڻهن به عربن جي وڏي مدد ڪئي، جن کي سنڌ جي راجائن کان ڦيرائي پنهنجي پاسي ڪيو ويو هو. هونئن ته سڄيءَ سنڌ مان، پر خاص ڪري ملتان مان عربن کي سون، چاندي ۽ مال ملڪيت بي انداز مليو. مثال طور خود 'چچ نامه' جو عرب مصنف لکي ٿو، "پوءِ محمد بن قاسم (ملتان ۾) انهيءَ بت ڪٽڻ جو حڪم ڏنو. جنهن جي هيٺان ٻه سؤ ٽيهه مڻ سون ۽ چاليهه مٽ سون جي ڪاتر سان ڀريل نڪتا. جملي تيرهن هزار ٻه سؤ مڻ تورَ سونُ دفن ٿيل نڪتو. اهو سون ۽ بت خزاني ۾ آندو ويو. ان کان سواءِ جواهر ۽ موتي، جيڪي ملتان جي شهر جي لٽ مار مان هٿ آيا، سي ۽ ٻيا خزانا ۽ دفينا به هٿ ڪيائون. (چچ نامو سنڌي، ص: 357) هن مرحلي تي امير قاسم کي ياد ڪرايو ويو ته، دارالخلافه جي خزاني مان حقيقت حال جي جاچ ڪئي وئي ته معلوم ٿيو ته محمد بن قاسم جي تياريءَ ۾ سٺ هزار درهم تور خالص چاندي خرچ ٿي آهي ۽ سنڌ پاران جيڪا روڪڙ، جنس ۽ ڪپڙا واپس ڪيا ويا آهن، تن جو تاريخوار مجمل ۽ مفصل حساب ڪيو ويو ته، اجا ڪيس هڪ سؤ ويهه درهم تور چاندي موڪلڻي آهي. (چچ نامو سنڌي، ص: 357-358) ان وقت مٿي ڄاڻايل ڪروڙن روپين جو سون ڪين حاصل ٿيو.

محمد بن قاسم جو لشڪر ملتان جي آسپاس جنگين ۾ مصروف هو، جو سنڌ جي فتح واري مهم کي دارالخلافت مان بند ڪرڻ جو حڪم پهتو. سنڌ تي مڙهيل جنگ ختم ٿي. ان کي عرب خلافت جي هڪ ماتحت صوبي جو درجو ڏنو ويو. محمد بن قاسم جي آخري ڏينهن، قيد ۽ موت بابت 'چچ نامه' ۾ ڏنل مواد [پڻ ماين ۽ ڏاهر واري شاديءَ جي مفروضي وانگر] افسانوي کان وڌيڪ ڪونهي. محمد بن قاسم جو عتاب ۾ اچڻ خود هڪ سياسي پسمنظر رکي ٿو. حجاج بن يوسف 95هه/ 714ع ۾ فوت ٿي ويو. هڪ سال پوءِ وليد بن عبدالملڪ 96هه/ 715ع ۾ جهان ڇڏي ويو. ان کان پوءِ سندس ڀاءُ سليمان بن عبدالملڪ اسلامي دنيا جو خليفو ٿيو. سليمان، ثقفي (حجاج بن يوسف جي) خاندان جو ڪٽر مخالف هو. ان پسمنظر ۾ پوءِ ثقفي خاندان جي جدا جدا فردن کي تڪليفون آيون. پر فاتح سنڌ محمد بن قاسم جو برو حشر ڪيو ويو. ڊاڪٽر بلوچ لکي ٿو ته محمد بن قاسم کي واسط جي جيل ۾ اذيتون ڏئي ماريو ويو. اٽڪل روءِ هن 96هه/ 715ع ۾ وفات ڪئي. محمد بن قاسم جي اها دردناڪ پڄاڻي مرڪزي سياست ۾ آيل ڦيري ۽ نون حڪمرانن جي بي انتها انتقامي جذبي سان ٿي. (چچ نامو سنڌي، ص: 553) ان کان سواءِ آفريڪا جي فاتح موسيٰ بن نصير ۽ چين جي فاتح قتيبه بن مسلم جو به ساڳيو حشر ٿيو. هڪ عرب ليکڪ ڊاڪٽر نافع عبدالله مٿي ڏنل سال سان اختلاف ڪندي لکي ٿو ته، محمد بن قاسم کي خليفي جي حڪم تي 98هه/ 717ع ۾ واسط جي جيل ۾ قتل ڪيو ويو. (محمد بن قاسم ثقفي، اردو، ڊاڪٽر عطيه خليل انصاري، ص: 165) سن ۽ سال ڪهڙو به درست آهي، پر اها هڪ حقيقت آهي ته محمد بن قاسم جو انجام ڏاڍو عبرتناڪ ٿيو.

هتي سوال ٿو اڀري ته سنڌ جهڙي وسيع عريض ملڪ کي، محمد بن قاسم ٻن اڍائي سالن جي مختصر عرصي ۾ فتح ڪيئن ڪيو؟ هن سوال جا مختلف جواب ٿي سگهن ٿا. راجا ڏاهر يا مجموعي طور تي برهمڻ حاڪميت جون پيدا ڪيل حالتون، سنڌ جون سماجي ۽ مذهبي حالتون، عربن جو نئون جنگي طور طريقو خاص ڪري منجنيقن جو استعمال ۽ محمد بن قاسم جي چال چلت ۽ رويو. راجا ڏاهر برهمڻ خاندان سان تعلق رکندڙ سنڌ جو حاڪم هو. ان کان اڳ سنڌ تي هڪ صدي راءِ خاندان راڄ ڪيو هو. هتي جي عوام جي اڪثريت جو ٻڌ ڌرم سان تعلق هو. خود راءِ گهراڻو به ٻڌ ڌرم جو مڃيندڙ هو. ان پس منظر ۾ ايچ. ٽي. ليمبرڪ هن خاندان کي 'سنڌ جو ٻڌ ڌرم وارو راءِ گهراڻو' سڏيو آهي. هن دور ۾ عوام پنهنجن حاڪمن مان خوش هو. انهن کي مذهبي، سماجي ۽ اقتصادي خوشحالي حاصل هئي. راجا چچ برهمڻ حاڪم خاندان جو پهريون بادشاهه هو. جيتوڻيڪ سنڌ جي درٻار ۾ پهچڻ وقت، اهو ٻڌايو ويو آهي ته چچ، سندس پيءُ ۽ ڀاءُ اروڙ جي هڪ مندر ۾ عبادت ۾ مشغول هئا. پر انهن (چچ خاندان) کي اڪثر ڪشميري برهمڻ سڏيو وڃي ٿو. چچ آخري راءِ ساهسي (ٻئي) جي زال سان، جنهن طريقي سان شادي ڪئي هئي. سنڌي عوام ان کي به بلڪل پسند نه ڪيو هو. راءِ ساهسيءَ کي اولاد نه هو. هي شادي هڪ ته محبت جي شادي هئي. ٻيو لڳي ائين ٿو ته ان دور ۾ سنڌ ۽ ان جي آسپاس وارين رياستن ۾، جيڪي به حاڪم يا راجائون حڪومت ڪندا هئا، سي يا ته راءِ خاندان جا عزيز هئا يا وري انهن جا پاڻ ۾ بهترين لاڳاپا هئا. انڪري چچ جو راجا ٿيڻ ۽ ساهسي (راءِ) خاندان کان، سنڌ جو اقتدار ڪسجڻ نه رڳو سنڌ ۾ پر اردگرد ۾ به وڏي پريشاني ۽ پشيمانيءَ جو سبب بڻيو. ان ڪري چچ خاندان جو پاڙيسري راجائن کو گهڻو آڌرڀاءُ نه ڪيو. بلڪ اقتدار جي

مسئلي تي ڪجهه جنگيون به ٿيون. ان سموري پس منظر ۾ سنڌ اندر حالتون وڏي حد تائين تبديل ٿي ويون. راجا چچ جڏهن برهمڻ آباد صوبي جي دوري تي آيو ۽ لوهاڻن جي علائقي ۾ پهتو، تڏهن هن ڪجهه مقامي قبيلن تي ڪي سخت قانون مڙهيا هئا، جي يقين سان انسان دشمن هئا. تعجب آهي ته جڏهن محمد بن قاسم مذڪوره علائقي کي فتح ڪيو، تڏهن فاتح به انهن ڪارن قاعدن ۽ قانونن کي جاري رهڻ ڏنو ۽ ختم نه ڪيو. سماجي ۽ مذهبي تفريق قومن کي ۽ معاشرن کي تقسيم ڪري ٿي. نفرت جو ٻج پوکجي ٿو، اڻ برابري جنم وٺي ٿي. تڏهن بادشاهن، حاڪمن ۽ قومن جو زوال اٽل ٿيو وڃي. چچ، چندر ۽ ڏاهر برهمڻ هئا. ان ريت سنڌي سماج ۾ تفاوت پيدا ٿيو، جنهن عربن کي سنڌ فتح ڪرڻ ۾ آساني پيدا ڪري ڏني. جڏهن فاتح سنڌ نيرون ڪوٽ تي حملو ڪيو، تڏهن بغير ڪنهن مزاحمت جي شهر ۽ قلعو محمد بن قاسم کي ملي ويو. اهڙا ڪي ٻيا مثال به موجود آهن. سنڌ جي فتح ۾ عربن کي ان ڪري به آساني ٿي جو اهل سنڌ لاءِ ايرانين جي پيٽ ۾ هي (عرب) هڪ نئين مخلوق هئي. رسم رواج، ٻولي، تمدن تهذيب ۽ وڏي ڳالهه ته جنگ جا نوان طريقا، جي سڀ اهل سنڌ لاءِ اجنبي هئا. ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ عرب فتوحات تي پنهنجي راءِ رکي ٿو، جنهن موجب عربن جي سوڀ جو هڪ وڏو سبب هي به هو، جو عربي فوجن کي رسد جي سامان جي لڳاتار مدد ملندي پئي رهي، جنهن سان هٿيار، گهوڙا، ۽ نوان فوجي جٿا به ايندا رهيا. ان ڪري سنڌن تعداد ۽ طاقت ۾ واڌارو ٿيندو رهيو. راوڙ جي شڪست کان پوءِ راجا جي فوج ڪليل ميدان ۾ جنگ ڪرڻ کان ڪنائي رهي هئي، جو آخر ۾ عوام وٽ سنڌن لاءِ ڪا به محبت يا همدرديءَ جو جذبو ڪونه رهيو هو (تاريخ سنڌ، عرب دور، سنڌي، ص: 258). هٿيارن جي حوالي سان 'منجنيق' جو ذڪر لازمي آهي، جنهن کي عربن پٿريون پيرو ديبل تي حملي وقت استعمال ڪيو ۽ مندر جي جهنڊي يا گنبذ کي ان وسيلي ڪيرايو هو. بعد ۾ ٻين موقعن تي به هي هٿيار استعمال ٿيندو رهيو. حقيقت ۾ منجنيق ننڍي ڪنڊ ۾ پٿريون پيرو عربن آندي ۽ استعمال ڪئي. عرب حملي کان اڳ محمد علافيءَ بغاوت ڪري، مڪران کي ڇڏي سنڌ جي درٻار ۾ پناهه اچي ورتي هئي، جنگ جي موقعي تي راجا ڏاهر، محمد علافيءَ جي عرب هئڻ ڪري سندس ڄاڻ مان فائدو حاصل ڪرڻ چاهيو، پر ويچار اهو آهي ته ائين نه ٿي سگهيو. علافين پنهنجن سنڌي ميزبانن سان دوکو ڪيو ۽ ڪين وڏي نقصان ۾ وجهي ڇڏيو. انهن عربن سان ناتو قائم رکيو. جڏهن عرب سنڌ ۾ داخل ٿي چڪا، تڏهن اهي علافي ڪين هٿان جي فوجي طاقت، سنڌ جي اهم مرڪزن، سنڌين جي جنگ جي نموني، سنڌ جي مختلف طبقن ۽ راجا ڏاهر جي فوجي چرپر بابت سڄي خبرچار عربن کي پهچائيندا رهيا. *(عرب دور، سنڌي، ص: 257)* ان کان سواءِ سنڌ جي عرب فتح ۾ محمد بن قاسم جي وچٿري ڪردار جي به ڳالهه ڪئي وڃي ٿي. اصل ۾ محمد بن قاسم جي سنڌ جي فتح لاءِ چونڊ حجاج بن يوسف ڪئي هئي. خرچ پکي، آمدني ۽ خزاني لاءِ رقم جو بار به هن پاڻ تي کنيو هو.

محمد بن قاسم ۽ حجاج بن يوسف پاڻ ۾ مائٽ هئا، ان ڪري مڪران کان ارمابيل، ۽ پوءِ ديبل کان ملتان جي فتح تائين، حجاج لاڳيتو محمد بن قاسم جي رهبري، همت افزائي ۽ مدد ڪندو رهيو. ڪتاب 'چچ نامه' ۾ گهڻ اهڙا خط ملن ٿا، جيڪي حجاج رهبري ۽ همت افزائيءَ واسطي محمد بن قاسم ڪي لکيا هئا. انهن مان خبر پوي ٿي ته سنڌ جي فتح جي پٺيان اصل ڪردار حجاج بن يوسف جو آهي. سرزمين سنڌ تي محمد بن قاسم جي ڪردار جي جيتوڻيڪ عام طرح تعريف ڪئي وڃي ٿي. پر سنڌ جي فتح وقت هن جا به ڪردار (روپ) ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اڪثر علائقن ۾ ٻڌ ڌرم جا پوئلڳ رهندڙ هئا، جيڪي عربن جي اچڻ ۽ سنڌ فتح ڪرڻ وقت سنڌن سهڪاري بنجي ويا هئا، جو ته ٻڌ هئڻ سبب خون خرابي جا قائل نه هئا. انهن عربن جي حملي وقت گهڻ شهرن ۾ جنگ ٿيڻ نه ڏني ۽ سنڌ حڪومت خلاف ڪوٽن يا قلعن جا در عربن لاءِ کولي ٿي ڇڏيا. عرب فاتح ان ڪري ٻڌ ڌرم وارن سان سٺو برتاءُ ڪيو. ڪين عام معافي ڏني. شهرن جون حڪومتون ۽ عهدا به ڪين ڏنا. ان ريت ٻڌ آباديءَ جي اڪثريت ڏاهر جي خلاف عرب فاتح جي مدد ڪئي، جڏهن ته باقي هندو آبادي راجا ڏاهر سان گڏ رهي، جن ڪافي شهرن ۾ سخت مقابلا ڪيا ۽ ڪيئي مهينا جنگ جاري رکندي، ڪوٽن ۽ قلعن کي بند رکيو. ان پسمنظر ۾ عربن کي گهڻي تڪليف پهتي هئي. انهن حالتن ۾ جڏهن ڪو شهر يا ڪوٽ قلعو فتح ٿيندو هو، تڏهن عرب مخالف ڌر يعني هندن جي قتل عام جو حڪم ڏيندا هئا. اهڙو قتل بلڪل بي رحم ٿي ڪيو ويندو هو. هڪ ٿي ماڳ تي هڪ ٿي ڏينهن تي هزارين ماڻهو قتل ڪيا ويندا هئا. ٻچي ويلن کي غلام بنائي عراق ۽ شام موڪليو ويندو هو. ان ڏس ۾ مرد ته ڇڏيو عورتن ۽ ٻارن کي به معاف نه ڪيو ويندو هو. اهڙيءَ حالت ۾ سنڌ ۾ دهشت ۽ وحشت عام ٿي ۽ ماڻهو عربن کان مايوس ٿيڻ شروع ٿي ويا. جن قبيلن کي موقعو مليو، اهي پرپاسي جي رياستن ڏانهن هليا ويا، ڪيترائي شهر ويران ٿي ويا. انهن حالتن ۾ محمد بن قاسم، سنڌ کي فتح ڪيو ۽ راجا ڏاهر وطن جي بچاءَ جي جنگ وڙهندي مارجي ويو. تاريخ عرب فاتح کي معاف نه ڪيو ۽ پوءِ هو خود به آقائن جي عتاب هيٺ اچي، واسط جي جيل ۾ ڪَنن ڏينهن ڪاٽي مري ويو.

## سنڌ ۾ عرب دور حڪومت:

جديد تحقيق موجب عربن، ٽن گهراڻن جي صورت ۾ سنڌ تي هيٺينءَ ريت راڄ ڪيو:

1. بنو اميه جا حاڪم يا گورنر
2. بنو عباس جا حاڪم يا گورنر
3. هباري گهراڻي جي آزاد حڪمراني

بنو اميه جي گورنرن جو دور 92هه- 132هه تائين هليو. ان دور ۾ ملڪ شام جي اثر هيٺ سنڌ لاءِ جيڪي گورنر آيا، تن بابت سنڌ جي مقامي تاريخن: 'تاريخ معصومي'، 'تحفة الڪرام' ۽ 'لب تاريخ سنڌ' ۾ ناقص ڄاڻ ڏنل آهي. سنڌ جي تاريخ جي عرب دور جي محقق، ڊاڪٽر

ممتاز حسين پٺاڻ هن ڏس ۾ عربي ماخذن، قديم آثارن ۽ سِڪن جي آڌار تي مناسب ۽ موزون جاڻ فراهم ڪئي آهي. هيٺ ان مان سڌيءَ ريت مدد ورتي، تذڪرو ڪبو. البت ممتاز مؤرخ پير حسام الدين راشديءَ هن ڏس ۾ وڏي تحقيق ڪري، پڙهندڙن لاءِ معتبر جاڻ فراهم ڪئي آهي. هيٺ راشدي مرحوم جي مهيا ڪيل معلومات درج ڪريون ٿا:

**بنو اميہ جا گورنر:** سنڌ ۾ برهمڻ دور ڪانپوءِ عرب دور شروع ٿيو جيڪو 712ع کان 1011ع تائين هليو. محمد بن قاسم جي سنڌ تي ڪاهه ڪري قبضو ڪرڻ ڪانپوءِ عرب خليفن جي طرفان بنو اميہ گهراڻي جي

سنڌ ۾ بنو اميہ جا گورنر

| نمبر | نالو | دور | خليفو | نتيجو |
|---|---|---|---|---|
| 1 | محمد بن قاسم | 92-96 ھ | وليد بن عبدالملڪ | معزول ڪيو ويو |
| 2 | يزيد بن ابي ڪبشه | 96-96ھ | سليمان بن عبدالملڪ | سنڌ ۾ گذاري ويو |
| 3 | حبيب المهلب | 97-99ھ | ساڳيو | معزول ٿيو |
| 4 | عمرو بن مسلم الباهلي | 99-101ھ | عمر بن عبدالعزيز | معزول ٿيو |
| 5 | هلال بن احوز التميمي | 101-107ھ | يزيد ثاني | معزول ٿيو |
| 6 | جنيد بن عبدالرحمان مري | 107-111ھ | هشام بن عبدالملڪ | نائب ٿي آيو |
| 7 | تميم بن يزيد العتبي | 111-112ھ | هشام | ديبل ۾ فوت ٿيو |
| 8 | حڪم بن عوانه ڪلبي | 112-121ھ | هشام | سنڌ ۾ مارجي ويو |
| 9 | عمرو بن محمد بن قاسم | 121-125ھ | هشام | منصوره، سنڌ ۾ خودڪشي ڪئي |
| 10 | يزيد بن عرار الڪلبي | 125-129ھ | وليد بن يزيد | منصوره ۾ عربن هٿان قتل ٿيو |
| 11 | منصور بن جمهور ڪلبي | 129-132ھ | مروا بن محمد | عربن ڪيس منصوره ۾ قتل ڪيو |

(تحفة الڪرام، ص: 620-621، راشدي ايڊيشن)

ڪيترن ئي گورنرن سنڌ تي صرف چاليهہ (92-132ھ) ورهيہ حڪومت ڪئي. ان ڏس ۾ ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ هن ريت تفصيل ڏنا آهن:

(1) **يزيد بن ابي ڪبشه السڪسڪي:** يزيد بن ابي ڪبشه السڪسڪي، خليفي سليمان بن عبدالملڪ جي دور ۾ 96ھ/ 714ع تائين گورنر رهيو. محمد بن قاسم ڪانپوءِ انهيءَ کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو. سنڌ ۾ پهچڻ ڪانپوءِ هو 18 ڏينهن زنده رهيو ۽ هتي سنڌ ۾ فوت ٿيو. هن جي هٿان محمد بن قاسم جي معزولي ٿي ۽ کيس عراق موڪليو ويو، جتي هو واسط جي جيل ۾ اهو فوت ٿيو.

(2) **حبيب بن مهلب بن ابي صفره:** حبيب بن مهلب بن ابي صفره خليفي سليمان بن عبدالملڪ جي دور ۾ يزيد بن ابي ڪبشه السڪسڪيءَ جي وفات ڪانپوءِ سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو. حبيب هڪ اهڙي عرب جرنيل (مهلب بن ابي صفره) جو پٽ هو، جنهن بنو اميہ دور ۾ باغي خارجين جي خلاف ڪيترين ئي جنگين ڪيون ۽ ڪين مات ڏني هئي. مهلب امير معاويہ جي دور ۾ سنڌ تي پڻ حملو ڪيو هو ۽ سرحد واري علائقي بنون ۽ اهواز کي فتح ڪيو هو.

محمد بن قاسم جا قبضي ڪيل علائقا بغاوت ڪري آزاد ٿي ويا هئا ۽ راجا ڏاهر جو پٽ جٿيسنہ محمد بن قاسم جي واپس وڃڻ ڪانپوءِ چتور مان موٽي آيو ۽ اچڻ سان برهمڻ آباد ۽ ان جي آسپاس وارو علائقو فتح ڪري ورتائين.

حبيب بن مهلب راجا جٿيسنہ سان ڪنهن بہ قسم جي ڪئونس نہ ڪئي ۽ الور (اروڙ) جي شهر تي قبضو اچي ڪيو. ان ڪانپوءِ هن اهڙا اپاءَ ورتا، جنهنڪري اوپر سنڌ جا ڪي شهر ٻيهر عربن جي هٿ چڙهيا، پر اها ڪاميابي ٿوري وقت لاءِ هئي. انهيءَ وچ ۾ خليفو سليمان سلهہ جي مرض ۾ گذاري ويو ۽ ڪانئس پوءِ سندس سوٽ ۽ ڀيڻويو عمر بن عبدالعزيز اسلامي دنيا جو خليفو بڻيو. هن تخت تي ويهڻ شرط هند ۽ سنڌ ڏانهن هدايتون ڏياري موڪليون تہ ماڻهن کي دين اسلام ڏانهن مائل ڪرڻ لاءِ تبليغ جو سلسلو جاري رکيو وڃي. عمر بن عبدالعزيز مهلب ابي صفره جي خاندان جو مخالف هو، ان ڪري حبيب بن مهلب کي برطرف ڪيو ويو ۽ سندس ڀاءُ يزيد بن مهلب کي وائسراءِ جي عهدي تان لاٿو ويو.

(3) **عمرو بن مسلم الباهلي:** حبيب بن مهلب جي جاءِ تي خليفي عمر بن عبدالعزيز، عمرو بن مسلم الباهلي کي گورنر ڪري سنڌ ڏانهن موڪليو. سنڌ ان وقت ٻن حصن ۾ ورهايل هئي. اولهہ سنڌ، جنهن ۾ عربن جو راڄ هو ۽ ان ۾ سنڌ جو تختگاهہ اروڙ، ديبل بندر ۽ سيوستان (سيوهڻ) جا شهر شامل هئا ۽ اوپر سنڌ، جنهن جو تخت گاهہ برهمڻ آباد هو، راجا جٿيسنہ جي هٿ هيٺ هو ۽ ان ۾ اهي سڀ علائقا شامل هئا، جن ۾ هاڻوڪا نوابشاهہ، سانگهڙ، ٿرپارڪر ۽ خيرپور جا ضلعا اچي وڃن ٿا. اهي علائقا عرب دور ۾ نهايت ئي آباد هئا، ڇاڪاڻ تہ سنڌو درياهہ جي شاخن ۽ ڦاٽن ڪانسواءِ هاڪڙو درياهہ بہ اتان وهندو هو. خليفو عمر بن عبدالعزيز ڏيڍ سال کان گهٽ عرصي تائين حڪومت ڪري گذاري ويو ۽ ڪانئس پوءِ سندس سوٽ يزيد بن عبدالملڪ خليفو ٿيو. [جيڪو تاريخ ۾ 'يزيد ٻيو' سڏيو وڃي ٿو، جڏهن تہ پهريون يزيد امير معاويہ جو پٽ هو.]

(4) **هلال بن احوز تميمي:** هلال بن احوز تميمي خليفي يزيد بن عبدالملڪ جي دور تائين سنڌ جو گورنر رهيو.

يزيد جي زماني ۾ يزيد بن مهلب، جنهن کي عمر بن عبدالعزيز خيانت جي جرم ۾ قيد ڪيو هو، سو اتان ڀڄي نڪتو ۽ پنهنجي خاندان ۽ ساٿين کي وٺي سنڌ پڳو. حڪومت جي طرفان هلال بن احوز تميميءَ کي سندس پويان موڪليو ويو، جنهن قندابيل ۾ مهلب جي پٽ مدرڪ کي جهلي ورتو. ان ڪانپوءِ سندس ڀين پٽن مفضل، عبدالملڪ، زياد، مروان ۽ معاويہ کي گرفتار ڪري ڪين هڪ هڪ ڪري قتل ڪيائين. جن ۾ معاويہ بن يزيد بہ هو، جنهن جيل ۾ محمد بن قاسم کي طرحين طرحين تڪليفون ڏنيون هيون. [هن جو ذڪر پير حسام الدين راشدي 'تحفة الڪرام' فارسيءَ ۾ ڪيو آهي.]

(5) **جنيد بن عبدالرحمان المري:** جنيد بن عبدالرحمان المري خليفي يزيد بن عبدالملڪ جي دور ۾ سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو. سندس ڀاءُ هشام بن عبدالملڪ جي دور ۾ پڻ گورنر رهيو هو. جنيد پهرين ديبل پهتو ۽ اتان سنڌ جي اندرئين حصي ڏانهن رخ ڪيائين. جڏهن هو درياهہ جي ڪناري تي پهتو، تڏهن هن راجا جٿيسنہ کي نياپو ڏياري موڪليو تہ خراج جي رقم هڪدم ڏياري موڪلي ۽ جزيو گڏ ڪري اچي پيش پوي. راجا جٿيسنہ فوجون جمع ڪيون ۽ جيئن تہ ان وقت آبڪلاٽيءَ جي موسم هئي ۽ سخت مينهن پئجي رهيا هئا. ان ڪري جٿيسنہ دريائي جنگ جا سانباها ڪيا ۽ هڪ وڏو ٻيڙو تيار ڪرايو. جنيد انهيءَ حقيقت کان آگاهہ ٿي ساڳئي نموني جون تياريون ڪرڻ لڳو. سنڌو درياهہ تي

هيڙن جي وڏي جنگ لڳي، جنهن ۾ راجا جئسينہ هارايو ۽ قتل ٿي ويو. راجا جئسينہ جو پاءُ چچ معاهدي جي ڀڃڪڙي بابت فرياد ڪرڻ لاءِ عراق وڃي رهيو هو تنهن کي بہ دولاب سان ڪوڙو آسرو ڏئي قيد ڪيو ويو ۽ ڪجهہ وقت ڪانپوءِ کيس قتل ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح محمد بن قاسم ڪانپوءِ، ٻيهريون دفعو سڄيءَ سنڌ تي عربن جو قبضو ٿي ويو.

جنيد بن عبدالرحمان سنڌ جي باغي قبيلن تي حملا ڪري ڪين زير ڪري ڪانئن جزيو ۽ خراج وصول ڪيو. هن گجرات ۽ نيلما تي بہ حملا ڪيا ۽ غنيمت جو جهجهو مال هٿ ڪيو. بلاذريءَ جو چوڻ آهي تہ جنيد، اجين ۽ مالوا تائين حملا ڪيا ۽ تمام گهڻي قرلٽ جو مال هٿ ڪيو. هن جو اهو بہ چوڻ آهي تہ ايترو تہ مال غنيمت هٿ ڪيو ويو هو، جو گورنر هٿ ڦاڙ تي خرچ ڪيو. تنهن هوندي بہ هن چاليهہ ارب درهم بچايا، جيڪي مرڪزي خزاني ۾ جمع ڪرڻ لاءِ دمشق موڪليا ويا. ان ڪانسواءِ غلامن ۽ ٻانهين جو تعداد اڻ ڪٿ هو، جيڪي سنڌ مان قيد ڪري پهچايا ويا هئا. قاضي رشيد بن زهير لکيو آهي تہ هندستان جي هڪ بادشاهہ سنڌ جي عربن جي حملن کي ٽارڻ لاءِ ۽ سنڌ جي گورنر سان دوستيءَ جو ناتو ڳنڍڻ لاءِ کيس هڪ ڏاچي ڏياري موڪلي هئي، جيڪا آبنوس جي ٺهيل هئي، جنهن جي ڳچي قيمتي پٿرن سان مڙهيل هئي، ۽ ان تي هيرا ۽ جواهر جڙيل هئا. اها ڏاچي چانديءَ جي گاڏيءَ ۾ رکيل هئي. جڏهن اها زمين تي رکبي هئي تہ زندهہ ڏاچيءَ وانگر هلڻ شروع ڪري ڏيندي هئي. جنيد بن عبدالرحمان اها قيمتي سوکڙي هشام بن عبدالملڪ ڏانهن دمشق ڏياري موڪلي ۽ ان کي بادشاهي خزاني ۾ رکيو ويو. جڏهن عباسين بنو اميہ کان حڪومت ۽ خلافت کسي، تڏهن اها ڏاچي سندن خزاني ۾ دارالسلام ڏانهن منتقل ڪئي وئي، جيڪو عباسي خليفن جو ٻيهريون تختگاهہ هو.

(6) **تميم بن زيد العتبي:** تميم بن زيد العتبي، خليفي هشام بن عبدالملڪ جي دور ۾ سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو. تميم طبيعت جو ٿڌو ۽ مزاج جو حليم هو. هو ڪجهہ وقت بعد ديبل بندر وٽ بيماريءَ سبب گذاري ويو. ان ڪري سندس جاءِ تي حڪم بن عوانہ الڪلبيءَ کي مقرر ڪيو ويو.

(7) **حڪم بن عوانہ الڪلبي:** حڪم بن عوانہ الڪلبي خليفي هشام بن عبدالملڪ جي دور ۾ گورنر ٿيو ۽ بهادر جرنيل ۽ جنگ جو ڪوڏيو هو. حڪم جڏهن سنڌ پهتو تڏهن هن ڏٺو تہ عربن لاءِ اجهي جي ڪا بہ جاءِ ڪانہ هئي ۽ اهي ڇڙوڇڙ هئا. سڄيءَ سنڌ ۾ هڪ ٻيرو ٻيهر اصلوڪن رهاڪن جو قبضو ٿي چڪو هو ۽ عرب فقط جان بچائڻ جي فڪر ۾ هئا. حڪم پاڻ سان گڏ فوجون آنديون هيون. ان ڪري هن سمورن عرب قبيلن کي هڪ جاءِ تي جمع ڪرڻ ۽ مقامي قبيلن خلاف مهم جاري رکڻ لاءِ درياهہ جي ايرندي ڪناري تي هڪ شهر ٻڌايو جنهن جو نالو 'المحفوظ' رکيو هيءُ شهر ٿوري وقت لاءِ عربن لاءِ هڪ محفوظ ماڳ ۽ فوجي مرڪز بڻجي پيو جتان مختلف ماڳن، علائقن ۽ شهرن ڏانهن فوجون موڪليون وينديون هيون. سنڌ ۾ جنگي مهمن کي سر ڪرڻ جو وڏو صلاحڪار عمرو بن محمد بن قاسم هو جنهن کي حڪم بن عوانہ الڪلبي پاڻ سان گڏ سنڌ وٺي آيو هو ۽ کيس پنهنجو مشير ۽ فوج جو سپهہ سالار بنائي باغين ۽ سرڪشن کي سزا ڏيڻ جي لاءِ روانو ڪيائين. عمرو بن محمد بن قاسم فتحون ڪيون ۽ باغين ۽ نافرمانن کي مطيع ڪري پنهنجي پيءُ جي روايتن کي زندهہ رکيو هن درياهہ جي ٻيءَ پر، ساڄي ڪپ تي هڪ ٻيو شهر ٻڌو، جنهن جو نالو 'منصوره' رکيو ويو. منصوره ٿوري عرصي اندر هڪ وڏو شهر ۽ عربن جي انتظامي ۽ جنگي ڪارروائين جو سنڌ ۾ وڏي ۾ وڏو مرڪز ٿي ويو. حڪم ڪانپوءِ جيڪي بہ گورنر آيا، منصوره تن جي گاديءَ جو هنڌ رهيو. پوءِ عباسي دور ۾ جڏهن خليفن جي ڪمزوريءَ سبب سنڌ جو انتظام سنڀالي نہ سگهيا. تڏهن عربن جي هباري خاندان اتي هڪ خودمختيار گهراڻي طور حڪومت جو بنياد وڌو، جنهن جو صدين تائين سنڌ تي راڄ رهيو.

اهو حڪم بن عوانہ الڪلبي هو، جنهن سان گڏ منذر بن زبير سنڌ ۾ آيو هو ۽ عمر بن عبدالعزيز هباري سندس پوٽو هو، جنهن سنڌ ۾ هباري خاندان جي خودمختيار حڪومت جو پايو وڌو.

حڪم پنهنجي دور حڪومت ۾ سنڌ جي انتظام کي بهتر کان بهتر بنايو. ان زماني ۾ سنڌين جي هڪ گروهہ بغاوت ڪئي، حڪم بن عوانہ الڪلبيءَ جو ساڻن مقابلو ٿيو. جنهن ۾ هو مارجي ويو.

(8) **عمرو بن محمد بن قاسم:** عمرو بن محمد بن قاسم خليفي هشام بن عبدالملڪ جي دور ۾ حڪم بن عوانہ الڪلبيءَ جي موت ڪانپوءِ سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو. عمرو جي گورنريءَ جي دور ۾ عربن جي ٻن قبيلن: بنو معز ۽ بنو حمير جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن وڃي بغاوت جي شڪل ورتي. باغين جي مقابلي جي طاقت نہ هئڻ ڪري عمرو قلعو بند ڪري ويهي رهيو. عمرو کي جڏهن يوسف بن عمر ثقفيءَ جي موڪليل فوجي سگهہ حاصل ٿي تہ هن همت ٻڌي ۽ باغين جي مقابلي لاءِ نڪتو پر ڪامياب نہ ٿيو. هو مارجي وڃي ها، پر ڪنهن طريقي سان سندس جان بچي وئي. وليد کيس عهدي تان برطرف ڪري ڇڏيو. پير حسام الدين جي تحقيق موجب عمرو بن محمد بن قاسم حالتن کان مجبور تي خودڪشي ڪري ڇڏي هئي. *(تحفة الڪرام، فارسي، ص: 621)*

(9) **يزيد بن عرار:** يزيد بن عرار پنهنجي انتظامي صلاحيتن سان سڄيءَ سنڌ کي متحد ڪيو ۽ عرب راڄ کي مضبوط ڪيو. اڳتي هلي هو منصور بن جمهور الڪلبيءَ جي سازشي جار ۾ ڦاسي پيو. جيڪو شام مان ڀڄي سنڌ پهتو هو. منصور بنو اميہ جي ڪِرندڙ ساک بچائڻ جو هڪ رڪن ۽ ڪردار هو. يزيد بن عرار کي منصور جي ارادن جي خبر هئي، ان ڪري هن کيس منصوره جي حدن ۾ داخل ٿيڻ نہ ڏنو، پر پوءِ منصور جهڙو ذهين شخص عرب سردارن جي مدد سان منصوره تي قبضي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. شروع ۾ يزيد بن عرار کي امان جي پڪ ڏني وئي، پر پوءِ چون ٿا تہ منصور وعدي تان ڦري ويو ۽ سندس حڪم تي اوڏن کان تازي ديوار تعمير ڪرائي، يزيد کي ان ۾ قابو ڪري بيهاري مٿس تير وسايا ويا. ان ريت يزيد بن عرار کي بي رحميءَ سان ماريو ويو. مرڻ بعد کيس ليپو ڏئي پٽ ۾ دفن ڪرايو ويو.

**(10) منصور بن جمهور الڪلبي:** يزيد بن عرار جي موت ڪانپوءِ منصور سڄي سنڌ جو مالڪ بنجي ويو. هن سنڌ کي ٻن حصن ۾ تقسيم ڪيو. اوير ۾ منصوره هو، جنهن تي پاڻ قبضو ڪيائين. اولهه پنهنجي ڀاءُ منظور کي ڏنائين، جنهن ۾ ديبل، سيوهڻ ۽ گنداوا شامل هئا. هن همت ۽ دليريءَ سان راڄ ڪيو ۽ سنڌ کي سنڀاليو. ملڪ جو انتظام درست ڪري امن امان قائم ڪري، بغاوتن کي ختم ڪيائين. هن دور ۾ خود عرب دنيا ۾ تبديلي اچي رهي هئي. اتي اهڙي هڪ گهرو جنگ شروع ٿي وئي هئي، جنهن بنو اميه خاندان جي حڪومت کي ختم ڪري، هڪ نئين عرب عباسي خاندان کي اقتدار ۾ آندو. بنو اميه جي شهزادن ۾ خلافت لاءِ ويڙهه تيز ٿي، پر خارجي طاقت به زور سان اڀري، جن بنو اميه کي سخت تڪليف ڏني. مسلم دنيا ۾ ٽن طبقن معز ۽ حميرجي وچ ۾ ڇڪتاڻ سبب پڻ بنو اميه تيزيءَ سان ڇڙوڇڙ ٿي رهيا هئا. شيعان علي، اميه جي خلاف عباسين جو ساٿ ڏنو. انهن جو مرڪز عراق ۽ خراسان هو. ربيع الاول 132ھ/ آڪٽوبر 749ع ۾ عرب دنيا ۾ انقلاب آيو. بنو اميه جو دور پورو ٿيو ۽ عباسي، خلافت جي واڳ وٺڻ ۾ سوڀارا ٿيا. ابو العباس السفاح پهريون عباسي خليفو بنيو. ان ريت پوري عرب دنيا وانگر سنڌ ۾ به، بنو اميه جو خاتمو اچي ويو. منصور جو دور پورو ٿيو. ان جي جاءِ تي عباسي گورنريا حاڪم اچڻ شروع ٿي ويا.

**بنو عباس جي گورنرن جي لسٽ:** سنڌ ۾ بنو عباس جي خليفن پاران موڪليل، گورنرن حاڪمن جو احوال، ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ (تاريخ سنڌ، عرب دور) ۾ ڏنو آهي، جنهن جو ذڪر هيٺ اچي ٿو پر ان کان اڳ نامور تاريخدان پير حسام الدين راشديءَ *(تحفة الڪرام، فارسي)* جي وڏي محنت ۽ تحقيق سان ترتيب ڏنل بنو عباس جي سنڌ لاءِ موڪليل حاڪمن جي فهرست هتي ڏجي ٿي:

| نمبر | نالو | دور | خليفو | نتيجو |
|---|---|---|---|---|
| 1 | مفلس العبد | 132-132ھ | ابوالعباس السفاح | سنڌ ۾ قتل ٿي ويو |
| 2 | موسي بن ڪعب | 132-141ھ | ابوالعباس السفاح | بغداد ۾ فوت ٿيو |
| 3 | عيينه بن موسي | 141-143ھ | منصور | معزول ٿيو |
| 4 | عمر بن حفص | 143-151ھ | منصور | نائب ٿي آيو |
| 5 | هشام بن عمرو | 151-157ھ | منصور | بغداد ۾ فوت ٿيو |
| 6 | معبد بن خليل | 157-159ھ | منصور | منصوره ۾ فوت ٿيو |
| 7 | روح بن حاتم | 159-161ھ | مهدي بن منصور | نائب ٿي آيو |
| 8 | بسطام بن عمرو | 159-161ھ | مهدي بن منصور | معزول ٿيو |
| 9 | روح بن حاتم | 161-161ھ | مهدي بن منصور | نائب ٿي آيو |
| 10 | نصر بن محمد | 161-161ھ | مهدي بن منصور | معزول ٿيو |
| 11 | عبدالملڪ بن شهاب | 161-162ھ | مهدي بن منصور | نائب ٿي آيو |
| 12 | الزبير بن عباس | 162-162ھ | مهدي بن منصور | معزول ٿيو |
| 13 | مصبح بن عمرو | 162-162ھ | مهدي بن منصور | معزول ٿيو |
| 14 | نصر بن محمد | 162-164ھ | مهدي بن منصور | مري ويو |
| 15 | سطيح بن عمرو | 164-164ھ | مهدي بن منصور | معزول ٿيو |
| 16 | الليث بن طريف | 164-170ھ | مهدي بن منصور | معزول ٿيو |
| 17 | سالم اليوني | 171-174ھ | هارون الرشيد | نائب ٿيو |
| 18 | اسحاق بن سليمان هاشمي | 174-174ھ | هارون الرشيد | سنڌ ۾ فوت ٿيو |
| 19 | يوسف بن اسحاق هاشمي | 174-174ھ | هارون الرشيد | نائب ٿي آيو |
| 20 | طيفور بن عبدالله | 174-175ھ | هارون الرشيد | معزول ٿيو |
| 21 | جابر بن الاشعش | 175-176ھ | هارون الرشيد | معزول ٿيو |
| 22 | ڪثير بن مسلم | 176-178ھ | هارون الرشيد | معزول ٿيو |
| 23 | محمد بن عدي | 179-181ھ | هارون الرشيد | معزول ٿيو |
| 24 | عبدالرحمان؟ | 181-182ھ | هارون الرشيد | معزول ٿيو |
| 25 | ايوب بن جعفر | 182-184ھ | هارون الرشيد | معزول ٿيو |
| 26 | مغيره بن يزيد | 184-185ھ | هارون الرشيد | ناڪام ٿيو |
| 27 | دائود بن يزيد | 185-205ھ | هارون الرشيد | منصوره ۾ فوت ٿيو |
| 28 | بشر بن دائود | 205-213ھ | مامون الرشيد | معزول ٿيو |
| 29 | حاجب بن صالح | 213-213ھ | مامون الرشيد | ناڪام ٿيو |
| 30 | غسان بن عباد | 213-216ھ | مامون الرشيد | نائب ٿي آيو |
| 31 | موسيٰ بن يحيٰ برمڪي | 216-221ھ | مامون الرشيد | منصوره ۾ فوت ٿيو |
| 32 | عمران بن موسيٰ برمڪي | 221-226ھ | معتصم | منصوره ۾ قتل ٿيو |
| 33 | عنبسه بن اسحاق | 227-235ھ | واثق | استعيفا ڏنائين |
| 34 | هارون بن ابي خالد | 235-240ھ | متوڪل | منصوره ۾ قتل ٿيو |

*(تحفة الڪرام، راشدي ايڊيشن ص: 622-623)*

**سنڌ ۾ بني عباس جي گورنرن جو دور:** پهرئين عباسي خليفي ابو العباس السفاغ جي دور ۾ عباسين جڏهن پنهنجي خاندان جي حڪومت کي عراق ۾ مضبوط ڪيو تڏهن سفاح، ابو مسلم خراسانيءَ جي فوجي خدمتن سبب ڪيس اوير جي سڀني ملڪن جو وائسراءِ تسليم ڪيو. ابو مسلم سپ کان پهرين مفلس العبدي سحبتاني کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو.

**(1) مفلس العبدي:** هي خليفي ابو العباس سفاح جي دور ۾ سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو. ابو مسلم خراساني، عباسي حڪومت ۽ خراسان جي طرفان گهڻن ئي ملڪن تي قبضو ڪيو ۽ هر طرف پنهنجا ماڻهو موڪليا. هن مفلس کي فوج ڏئي سنڌ روانو ڪيو، ته جيئن هو اها پنهنجي قبضي ۾ ڪري. جڏهن هو سنڌ پهتو ته ان جو مقابلو شام مان ڀڳل هڪ سردار منصور جي ڀاءُ منظور سان ٿيو. جيڪو ان وقت سنڌ تي قابض هو. هنن ٻن ڀائرن سنڌ کي پاڻ ۾ ورهائي ڇڏيو هو. مفلس ۽ منظور ۾ خونريز ويڙهه ٿي. ان ويڙهه ۾ منصور جو ڀاءُ منظور مارجي ويو ۽ مفلس العبدي اڳتي وڌيو. جڏهن اها خبر منصور کي پئي ته هو ڀاءُ جي بدلي وٺڻ لاءِ تيار ٿيو ۽ ٻنهي جي وچ ۾ سخت ويڙهه ٿي. مفلس گرفتار ٿي ويو ۽ منصور ان کي قتل ڪري ڇڏيو.

**(2) موسيٰ بن ڪعب تميمي:** موسيٰ بن ڪعب تميمي، خليفي ابو العباس سفاح جي دور ۾ سنڌ جو گورنر رهيو. مفلس عبديءَ جي قتل ٿيڻ ڪانپوءِ ابو مسلم خراسانيءَ خليفي جي اجازت ڪانپوءِ موسيٰ بن ڪعب تميميءَ کي فوج سان گڏ سنڌ روانو ڪيو. موسيٰ 20 هزار فوج سان سنڌ پهتو ۽ هن قندابيل ۾ قيام ڪيو، جيئن اتي رهي سنڌ جي حالتن کان واقف ٿي وڃي. سنڌ تي ان وقت منصور قابض هو. موسيٰ بن ڪعب منصوره جي شهرين کي پنهنجي طرف ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. منصوره جي فوج ۾ موسيٰ بن ڪعب جي فوج جا مائٽ هئا، جنهنڪري کين پاڻ طرف ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو. منصور سان مقابلو ڪري ڪيس ڀڄائي ڪڍيائين. هو هندستان طرف ڀڄي نڪتو، پر رستي ۾ ٻُلجي

ريگستان ۾ داخل ٿيو. جتي ماڻهن کيس قتل ڪيو. فتوح البدان ۾ لکيل آهي تہ منصور ريگستان ۾ اڃ وگهي مري ويو. موسيٰ عهدي جو مدو پورو ڪري بغداد ويو. جتي وفات ڪري ويو. هن منصوره ۾ مسجدون تعمير ڪرايون.

(3) **عيني بن موسيٰ:** عيني بن موسيٰ، خليفي ابو جعفر منصور جي دور ۾ سنڌ جو گورنر رهيو. 759ع ۾ سفاح ڪانپوءِ ان جو ڀاءُ ابو جعفر منصور خليفو ٿيو. ابو جعفر عبدالله، منصور جي لقب سان سنڌ ۾ مشهور هو. موسيٰ بن ڪعب تميمي، بغداد ويندي پنهنجي پٽ عيني بن موسيٰ کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو هو. سندس وفات ڪانپوءِ ان کي مستقل طور تي سنڌ جو گورنر ڪيو ويو. پر عيني بن موسيٰ ۾ ايتري صلاحيت نہ هئي ۽ هو حڪومت سنڀالي نہ سگهيو. سندس نااهليءَ جي ڪري عرب قبيلا اهل يمن (قحطاني) ۽ اهل حجاز (نزاري) جيڪي اتي آباد هئا، اهي بي راهہ رويءَ تي اعتراض ڪرڻ لڳا، ان وقت عيني بن موسيٰ کي پنهنجي طرز عمل ۾ تبديلي پيدا ڪرڻ گهرجي ها. پر هن ائين نہ ڪيو ۽ پنهنجن مخالفن کي گرفتار ڪري قتل ڪرائڻ شروع ڪيائين. ان واقعي جي ڪري عيني جي خلاف بغاوت شروع ٿي وئي. اجا هو پوريءَ طور حڪومت بہ هلائي نہ سگهيو هو تہ سندس زوال جو وقت اچي ويو. عيني بن موسيٰ جو پيءُ گورنريءَ کان پهرين خليفي طرفان پوليس جو سربراهہ هو ۽ پنهنجي جاءِ تي مسيب ابن زبير کي مقرر ڪري آيو هو. ميسب ابن زبير کي جڏهن اها خبر پئي تہ عيني جي خلاف سنڌ ۾ بغاوت شروع ٿي وئي آهي تہ کيس ان ڳالهہ جو ڊپ ٿيو تہ متان سندس پٽ ان جاءِ تي مقرر ٿي وڃي. ان ڪري هن عيني کي هڪ گمنام خط لکيو. جنهن ۾ لکيل هو تہ، جنهن زمين تي تون آهين ان تي راضي رهہ، اگر تون هتي ايندين تہ اهڙي ننڊ سمهندين، جو ڪڏهن بہ نہ جاڳندين. عيني کي جڏهن اهو خط مليو تہ هو بيحد خوفزده ٿيو. ان خط کان پوءِ هن اهو فيصلو ڪيو تہ هو سنڌ کي ڪنهن بہ قيمت ۾ ڇڏي نہ ويندو. عيني سڀ کان وڏي غلطي اها ڪئي، جو هن پنهنجي مرڪز سان پنهنجو تعلق منقطع ڪري ڇڏيو ۽ خودمختيار راهہ اختيار ڪئي ۽ خليفي منصور کي جڏهن ان بغاوت جي خبر پئي تہ ان کيس ختم ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي.

(4) **عمر بن حفص المشڪي:** عمر بن حفص خليفي ابو جعفر منصور جي دور ۾ سنڌ جو گورنر ٿي آيو. ابو جعفر منصور عباسي جڏهن سنڌ جي بغاوت کي ۽ عيني جي تخت کي ڪيرائڻ لاءِ عمر بن حفص المشڪيءَ کي سنڌ جو گورنر ڪري موڪليو هو. عمر کي بهادريءَ جي ڪري 'ہزار مرد' جي لقب سان پڪاريندا هئا. عمر بن حفص سان عقبہ بن مسلم کي سندس مشير ڪري موڪليو ويو هو هي هٿي وڏي فوج سان سنڌ ۾ داخل ٿيا. سنڌ ۾ پهچڻ سان عيني سندن آمد تي مقابلي لاءِ تياريون شروع ڪري ڏنيون. عمر جڏهن منصوره ۾ پهتو تہ عيني کيس داخل ٿيڻ نہ ڏنو. مجبوراً عمر کي ديبل ۾ رهڻو پيو ۽ اتان ئي عيني سان مقابلي جون تياريون شروع ڪري ڏنائين. ماڻهو عيني جي حڪومت کان بيزار هئا. ڪين جيئن ئي عمر جي اچڻ جي خبر پئي اهي عمر ڏانهن وڃڻ لڳا. عيني بن موسيٰ کي هاڻي يقين ٿي ويو هو تہ ڪاميابي ممڪن نہ آهي. ان جا ڪافي ماڻهو عمر جي فوج ۾ هليا ويا هئا. مجبوراً عيني کي عمر سان صلح ڪرڻو پيو. عمر سندس صلح هڪ شرط تي قبول ڪيو تہ هو منصوره سندس حوالي ڪري. ائين عمر منصوره تي قبضو ڪري ورتو. جنهن ڪانپوءِ عمر عيني کي قيد ڪري خليفي وٽ روانو ڪيو. پر رستي ۾ عيني فرار ٿي ويو. رستي ۾ يمني ماڻهن کيس جهلي ورتو ۽ بغاوت جو سبب معلوم ٿيڻ ڪانپوءِ گرفتار ڪري قتل ڪيو ويو ۽ سندس سسي دارالخلافہ ڪٽي ويا.

(5) **هشام بن عمرو تغلبي:** هشام بن عمرو تغلبي خليفي ابو جعفر منصور جي دور ۾ عمر بن حفص ڪانپوءِ سنڌ جو گورنر ٿي آيو ۽ ان کي خاص طور تي اها هدايت ڪئي وئي تہ عبدالله الاشتر کي ختم ڪيو وڃي ۽ جي هو آسانيءَ سان گرفتار نہ ٿئي تہ پوءِ ان راجا تي حملو ڪيو وڃي. هشام بن عمرو سنڌ پهتو. هن عبدالله الاشتر کي گرفتار ڪرڻ لاءِ پنهنجي فوج موڪلي. ان وقت سنڌ جي هڪ حصي ۾ بغاوت ٿيڻ لڳي. هشام بن عمرو پنهنجي ڀاءُ سفيح کي ان بغاوت کي ختم ڪرڻ لاءِ موڪليو. اهو علائقو جتي عبدالله الاشتر راجا وٽ ترسيل هو. اتان ويجهو هو. جڏهن راجا جي علائقي ۾ پهتو تہ ڪجهہ سوار ڏٺائين. سفيح سمجهيو تہ دشمن جو دستو آهي. جڏهن معلوم ڪيائين تہ خبر پئي تہ هي رسول ﷺ جي خاندان جو ماڻهو آهي. عبدالله الاشتر ڏهن سوارن سان درياهہ سنڌ جي ڪناري تفريح ۽ شڪار لاءِ ويجي رهيو هو. سفيح انهن کي گرفتار ڪرڻ پئي چاهيو ۽ انهن جو مقابلو ٿيو. جنهن ۾ عبدالله الاشتر ۽ سندس ساٿي شهيد ٿي ويا [پير حسام الدين راشديءَ عبدالله بن اشتر کي عبدالله شاهہ اصحابي قرار ڏنو آهي]. ان جي خبر خليفي منصور کي ڪئي وئي، جيڪو ڏاڍو خوش ٿيو. ليڪن خليفي کي اجا بہ ڊپ هو تہ ڪٿي ان جا چار سؤ معتقد سندس پٽ کي جانشين نہ ڪن ۽ وري ڪو نئون مسئلو پيدا نہ ٿي وڃي. انهن حالتن ۾ 151هہ/ 771ع ۾ هشام خليفي جي حڪم مطابق راجا تي حملو ڪري ڇڏيو. هشام ڪامياب ٿيو. علائقي تي قبضو ڪري ڇڏيائين. عبدالله الاشتر جا ڪافي معتقد شهيد ٿي ويا، باقي جيڪي بچيا اهي ڇڙوڇڙ ٿي ويا. عبدالله الاشتر جي گهر واريءَ ۽ سندس پٽ کي منصور ڏانهن مديني موڪلي ڇڏيائين. ان ڪانپوءِ هشام خارجي مامرن جي طرف توجهہ ڏنو ۽ ڪيترائي علائقا فتح ڪيا. هن عمر بن جمل کي گجرات موڪليو، جيڪو ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ معلومات وٺي واپس آيو. ان ڪانپوءِ هن ڪشمير، ملتان، قندابيل (گنداوا) ۽ پڙوچ جي بندرگاهہ گندهار تي قبضو ڪيو ۽ اتي ئي فتح جي خوشيءَ ۾ هڪ مسجد ٺهرائي. انهن فتحن ڪانپوءِ منصوره واپس آيو. جتي جا ماڻهو هن جي حڪومت مان خوش هئا. خليفي منصور هشام جي انتظامي قابليت کان خوش ٿي 152هہ/ 769ع ۾ ڪيس سنڌ جي گورنريءَ سان گڏ ڪرمان جي گورنري بہ ڏني. هشام سڀني نموني هٿي گورنريون هلايون. پنجن ڇهن سالن ڪانپوءِ پنهنجي وطن واپس موٽيو ۽ اتي 157هہ/ 773ع ۾ وفات ڪيائين.

(6) **معبد بن خليل تميمي:** هشام بن عمرو جي وفات کانپوءِ معبد بن خليل تميميءَ کي خليفي ابو جعفر منصور، سنڌ جو گورنر (157هه/ 773ع) ڪري موڪليو. هن حڪومت جي نظام کي چڱيءَ طرح سنڀاليو هي خليفي منصور جي عهد جو آخري گورنر هو. هن خليفي کان پوءِ سندس پٽ محمد بن منصور خلافت جي تخت تي ويٺو. سندس لقب مهدي هو.

(7) **روح بن حاتم:** خليفي مهدي بن منصور معبد جي وفات کانپوءِ روح بن حاتم کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪري موڪليو، پر ان کان انتظام سنڀاليو نه ٿيو. مهدي روح کي معزول ڪري هشام جي ڀاءُ بسطام کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو.

(8) **بسطام بن عمرو:** خليفي مهديءَ، روح بن حاتم کي معزول ڪري، هشام جي ڀاءُ بسطام کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو. هي پنهنجي ڀاءُ جي دور ۾ سنڌ ۾ رهي چڪو هو ۽ سنڌ بابت ڪيس سٺي ڄاڻ هئي.

(9) **روح بن حاتم:** جيتوڻيڪ بسطام سنڌ بابت گهڻي ڄاڻ رکندو هو ۽ هن ملڪ جو انتظام بهتر طريقي سان هلايو پئي، پر پوءِ به خليفي مهديءَ ڪنهن سبب ڪري ڪيس عهدي تان هٽائي ڇڏيو ۽ روح بن حاتم کي ٻيهر مقرر ڪيو.

(10) **نصر بن محمد:** روح بن حاتم کانپوءِ نصر بن محمد، عباسي خليفي پاران سنڌ جو حاڪم ٿي آيو. هن کي سنڌ ۾ هڪ سال رهڻ جو موقعو مليو ۽ بعد ۾ ڪيس معزول ڪيو ويو.

(11) **عبدالملڪ بن شهاب:** سيد حسام الدين راشديءَ پنهنجي تحقيقي مطالعي ۾ هن جو ذڪر ڪيو آهي. *(تحفة الکرام)*

(12) **الزبير بن عباس:** زبير بن عباس سنڌ جو ٻارهون گورنر ٿي آيو. سندس حاصلات بابت ڪو علم ڪونهي.

سيد حسام الدين راشديءَ جي تحقيق موجب، بنو عباس جي دور ۾ سنڌ جا گورنر ٿي ڪل چوٽيهه گذريا آهن. ٻارهن جو احوال مٿي ڏنو ويو آهي. البت نمبر 13 کان 26 تائين جيڪي عباسي گورنر سنڌ لاءِ آيا، تن جا صرف نالا ڏجن ٿا، ڇو ته سندن باري ۾ ڪو مناسب يا مستند احوال موجود ڪونهي. (13) مصبح بن عمرو، (14) نصر بن محمد (ٻيو ڀيرو)، (15) سطيح بن عمرو، (16) الليث بن طريف، (17) سالم اليونسي، (18) اسحاق بن سليمان هاشمي، (19) يوسف بن اسحاق، (20) طيفور بن عبدالله، (21) جابر بن الاشعث، (22) ڪثير بن مسلم، (23) محمد بن عدي، (24) عبدالرحمان، (25) ايوب بن جعفر، (26) مغيره بن يزيد. (تحفة الڪرام، فارسي)

(27) **داؤد بن يزيد:** ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ، سنڌ جي هن عباسي حاڪم جو ڪي قدر احوال مهيا ڪيو آهي، جيڪو هارون الرشيد جي زماني ۾ سنڌ لاءِ آخري حاڪم ٿي آيو. هن جو تعلق يمن سان هو ان ڪري هن سنڌ ۾ موجود بنو معز قبيلي جي عربن کي تڪليفون ڏيڻ شروع ڪيون. جنهن ڪري سنڌ ۾ مختلف جاين تي فساد شروع ٿي ويا. معز وارن گڏجي منصوره تي حملو ڪيو. اُن تي داؤد، سنڌ جي جٽن کان مدد ورتي. ٻنهي ڌرين ۾ خونريز لڙائي ٿي، جنهن ۾ معزين شڪست کاڌي. هن جنگ جي، سنڌ جي اتهاس ۾ خاص اهميت آهي. ڇو ته عارضي طرح سان ترازي (حجازي يا معزي) عربن کي گهڻو نقصان پهتو پر پوءِ اهي وري طاقت وٺي ويا.

(28) **بشر بن دائود:** جڏهن پنهنجي ڀاءُ امين سان جنگ ڪري، مامون عباسي خليفو بڻيو، ته هن بشر بن دائود کي سنڌ جو حاڪم ڪري موڪليو. نئين گورنر کي سنڌي قبيلن سان گڏ سنڌ جي يمني (حمير) عربن جي حمايت به حاصل ٿي. بشر طاقت جي غرور ۾ اچي، مرڪزي خلافت سان به بغاوت ڪئي ۽ گڏوگڏ ساليانو ڏن موڪلڻ به بند ڪيو. ان ڪري بشر کي معزول ڪري، سندس جاءِ تي غسان بن عباد کي گورنر ڪري موڪليو ويو. بشر بن دائود اقتدار ڇڏڻ بجاءِ جنگ لاءِ تيار ٿي ويو. جنگ ۾ شڪست کائڻ کانپوءِ پاڻ کي نئين گورنر جي حوالي ڪيائين. غسان، بشر کي بغداد موڪلي ڇڏيو. نئون حاڪم غسان بن عباد پاڻ به سنڌ ۾ گهڻو وقت نه رهيو ۽ موسيٰ بن يحيٰ برمڪيءَ کي سنڌ تي پنهنجو نائب مقرر ڪري، پاڻ سنڌ کي خدا حافظ چئي بغداد روانو ٿيو.

(29/ 30) راشدي صاحب جي تحقيق موجب، حاجب بن صالح، اوڻٽيهون عباسي حاڪم ٿي آيو. جڏهن ته ساڳيو محقق غسان بن عباد کي ٽيهون نمبر عباسي گورنر تسليم ڪري ٿو. جنهن جو ڪجهه ذڪر مٿي اچي چڪو آهي.

(31) **موسيٰ بن يحيٰ برمڪي:** حسام الدين راشديءَ جي تحقيق موجب، موسيٰ بن يحيٰ ايڪٽيهون عباسي گورنر بڻجي سنڌ ۾ آيو. غسان بن عِباد ويندي ويندي، موسيٰ کي سنڌ جي واڳ ڏيندو ويو. حقيقت ۾ موسيٰ برمڪي سنڌ تي گورنر جي نائب جي حيثيت ۾ حڪومت ڪئي هئي. هن پنهنجي لياقتن سان ملڪ تي هوشياري ۽ ڏاهپ سان حڪومت ڪئي. هن سنڌي عوام جو ڏيان بدلائڻ خاطر، گجرات ۽ ڪڇ جي علائقن تي حملا ڪيا. گجرات جي راجا بلهه راءِ (ولڀ راءِ) سنڌي فوجن کي روڪڻ جي زبردست ڪوشش ڪئي، پر ڪيس شڪست آئي ۽ هو جنگ ۾ مارجي ويو. ولڀ راءِ، موسيٰ کي ڇهه لک درهم ڏيڻا ڪيا هئا ته جيئن حملي کي روڪي سگهجي، پر سنڌ جي گورنر اها ڳالهه تسليم نه ڪئي. ڪتاب لکن ٿا ته حملي ۽ ڦرلٽ ۾ موسيٰ کي گجرات مان ڳري رقم حاصل ٿي. مال ملڪيت ۽ غلام ان کان سواءِ هٿ ڪيائين. موسيٰ برمڪيءَ شاندار طريقي سان زندگي گذاري ۽ وڏيءَ عمر ۾ 221هه ۾ وفات ڪئي.

(32) **عمران بن موسيٰ برمڪي:** مامون جي وفات کانپوءِ سندس ڀاءُ معتصم بالله، عمران بن موسيٰ کي سنڌ جي حاڪميت جو پروانو ڏنو. هن مختلف علائقن ۾ پيدا ٿيل افراتفريءَ کي ختم ڪرڻ جون ڪوششون شروع ڪيون. قلات جا جَٽ، موجوده سنڌ جي حدن ۾ داخل ٿي ڦرون، قتل ۽ اغوا جون وارداتون ڪندا هئا. ان ڪري سنڌ کي سندن

حملن کان محفوظ ڪرڻ لاءِ، عمران فوجي ڪارروايون ڪيون. قندابيل/ گنداوا جي عرب حاڪم، محمد بن خليل کي عمران شڪست ڏئي مطيع بنايو. ان مان هي نتيجو نڪري ٿو ته اٽڪل روءِ سموري سنڌو ماٿر، منصوره جي عرب حاڪمن جي ماتحت هئي. عمران جو نالو سنڌ جي تاريخ ۾ گهڻي اهميت رکي ٿو. ڪيس هڪ معمار جي حيثيت به حاصل هئي. هن بيضاءَ جو شهر تعمير ڪرائي، اتي هڪ قلعو جوڙائي فوج جو وڏو انگ رکيو. سنڌ ۽ اڄوڪي بلوچستان کي ملائڻ لاءِ هڪ وڏو رستو ٺهرايائين. ان لاءِ ته جيئن بلوچستان مان ٿيندڙ ڦرلٽ تي ضابطو آندو وڃي. عمران اهي فرمان ٻيهر جاري ڪيا، جيڪي چچ جي دور ۾ عمل ۾ آيا هئا، ۽ اهي حڪم ناما خاص سنڌي ماڻهن لاءِ هئا. عمران جي دور ۾ اڳ ۾ ئي جاري، يماني (حمير) ۽ معز (نزاري) عرب قبيلن جي ويڙهه وڌڻ لڳي، جنهنڪري عمران حالتن جو درست اندازو نه ڪري سگهيو. عمران حمير قبيلن جو طرف ورتو ۽ عمر بن عبدالعزيز هباري معز قبيلن جو طرفدار ٿيو. نتيجي طور هڪ مقامي جنگ ۾ عمران مارجي ويو. ان وقت خليفي جي منظوريءَ کان سواءِ، عمر بن عبدالعزيز سنڌ تي قبضو ڪيو.

(33) **عنبسه بن اسحاق:** پير حسام الدين راشديءَ جي تحقيق موجب عمران جي قتل کانپوءِ، عنبسه سنڌ جو حاڪم ٿيو. هي اٺ سال (227-235هه) لاڳيتو سنڌ جو عباسين پاران حاڪم رهيو. اٺن سالن جو طويل عرصو ظاهر ڪري ٿو ته، عنبسه عربن ۾ ٻڌيءَ لاءِ ڪم ڪيو هو. هن مقامي ماڻهن کي به مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هوندي، جنهنڪري ئي عنبسه اٺ سال سنڌ جو حاڪم رهيو.

(34) **هارون بن ابي خالد:** سيد حسام الدين راشديءَ جي لکت موجب، هارون سنڌ ۾ پنج سال حاڪم رهيو. 235هه ۾ حاڪم ٿي آيو ۽ خليفي متوڪل جي دور ۾ 240 هه ۾ منصوره ۾ قتل ٿي ويو. قتل جو سبب عربن جي ٻن قبيلن: يماني ۽ نزاريءَ ۾ ويڙهه جاٽايو ويو آهي. هن ڏس ۾ عمر بن عبدالعزيز هباري اهم ڪردار ادا ڪيو.

عمر پوءِ هباري خاندان جو بنياد رکيو ۽ سنڌ جو حاڪم ٿي ويو. اڳتي هلي هباري آزاد بادشاهه بڻجي ويا. حڪومت جي مرڪز يعني بغداد جي عباسي خليفن سان سندن نالي ماتر تعلق وڃي رهيو.

سنڌ جي مقامي مؤرخن: مير معصوم بکري (تاريخ معصومي)، مير علي شير قانع (تحفة الڪرام)، ۽ خداداد خان (لب تاريخ سنڌ)، هباري خاندان جي سنڌ ۾ حڪومت بابت لاتعلقي ظاهر ڪئي آهي. البت انگريز دور ۾ هندستان ۾، عبدالحليم شرر ٻن جلدن ۾ 'تاريخ سنڌ' لکي هئي، جنهن ۾ هن هبارين بابت مواد ڏنو آهي. هي ڪتاب اردوءَ ۾ لکنؤ مان، جلد اول 1907ع، جلد دوم 1909ع ۾ ڇپجي ظاهر ٿيو. قيام پاڪستان کانپوءِ ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ، سنڌ جي هباري دور تي تحقيق ڪئي، جنهن تي سنڌ يونيورسٽيءَ کيس ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ڏني. هيٺ سنڌ جي هباري دور جي معلومات پيش ڪجي ٿي:

مولانا عبدالحليم شرر پنهنجي ڪتاب 'تاريخ سنڌ' (اردو) ۾، سنڌ ۾ عرب دور ۽ خاص ڪري آخري عباسي دور جي حالتن تي مفصل روشني وڌي آهي. ان ڏس ۾ ٿيل گهرو لڙائيءَ بابت به شرر گهرائيءَ سان لکيو آهي، جنهن جي سنڌ جي مؤرخن کي خبر نه هئي. هن صاحب ٽن هباري حاڪمن جا نالا ڏنا آهن ۽ عمر بن عبدالعزيز هباريءَ جي وڏي تعريف ڪئي آهي، جيڪو هباري گهراڻي جو پهريون حاڪم ٿي گذريو آهي. بعد ۾ عمر جو پٽ عبدالله سنڌ جو بادشاهه ٿيو جنهن کانپوءِ عمر بن عبدالله هباري، سنڌ جو بادشاهه بڻيو *(مولانا عبدالحليم شرر: سنڌ جي تاريخ، سنڌي، حصوبيو مختلف صفحا)*

جيئن مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي ته ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ، سنڌ جو پهريون اسڪالر آهي، جنهن هباري دور تي ڪم ڪري ان کي نروار ڪيو. ڊاڪٽر پٺاڻ سنڌ جي عرب دور تي هڪ مجيل عالم ٿي گذريو آهي، پر پير حسام الدين راشديءَ جنهن گهرائيءَ سان، سنڌ جي عرب فتح، بنو اميه، بنو عباس ۽ هباري خاندانن جي حاڪمن کي وڏيءَ محنت سان ڳولي لڌو ۽ ايندڙ نسلن جي رهبريءَ لاءِ مواد ڇڏيو، ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي. راشدي مرحوم جي تحقيق سان عرب دور جو باب، سنڌ جي تاريخ ۾ نڪري نروار ٿي بيٺو آهي.

## سنڌ ۾ هباري گهراڻي جو دور:

سنڌ ۾ هباري **حڪومت** 240هه/ 824ع کان 401هه/ 1010ع تائين قائم رهي. ان کان پهرين بنو عباس دور جا گورنر مقرر ٿيندا آيا هئا. عباسي دور جو آخري گورنر هارون بن ابي خالد ۽ خليفو متوڪل علي الله هو.

عمر بن عبدالعزيز هباري جيڪو منصوره تي پهرين قبضو ڪري چڪو هو، اُن هارون جي قتل کانپوءِ خليفي المتوڪل کي پنهنجي وفاداريءَ جو يقين ڏياريو ۽ خط لکي موڪليو ته سنڌ جي حڪومت سندس حوالي ڪئي وڃي. هو سنڌ جو انتظام بهتر نموني هلائيندو. خليفو متوڪل سنڌ ۾ بغاوت سبب پريشان هو، اُن ڪري هن اها درخواست قبول ڪئي ۽ عمر بن عبدالعزيز کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيائين. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ هباري خاندان جي مستقل ۽ خودمختيار حڪومت جو بنياد پيو.

بنو هبار گهراڻو بنو اسد قبيلي هبار بن الاسود جي اولاد مان هو. هبار بن الاسود، اسلام دشمنيءَ سبب مسلمانن ۾ بدنام هو. هباري خاندان، بنو قريش جي مشهور شاخ بنو اسد جو هڪ حصو هو. انهيءَ قبيلي جون حضرت محمد صلي الله عليه وسلم سان مائٽياڻيون رشتيداريون پڻ هيون. حضور صہ جن جي گهرواري حضرت خديجه رضي الله عنها بنو اسد قبيلي مان هئي، جيڪا هبار بن الاسود جي سوٽاڻي سؤٽ هئي. عبدالله بن زمعه سان ام سلميٰ جي ڌيءَ زينب پرڻيل هئي. اسلام کان اڳ ۽ پوءِ بنو اسد قبيلو نهايت اهم سمجهيو ويندو هو.

خليفو متوڪل بغداد جي عباسي گهراڻي جو آخري بااثر حاڪم هو. ترڪ حفاظتي جٿي هٿان سندس موت، عباسي گهراڻي کي پوين

پساهن ۾ آڻي ڇڏيو هو. اهي حفاظتي جٿا خليفي معتصم بالله عرب ۽ خراساني طاقت کي ٻنجي ڏيڻ لاءِ ڀرتي ڪيا هئا، پر اڳتي هلي اُهي وڏيڪ حفاظتي جٿا سندن اثر ڪي گهٽائيندي سياست ۾ حصو وٺڻ لڳا. جنهنڪري بغداد جي شهر کان ٻاهر ڪو به حڪم انهن جي مرضيءَ کانسواءِ نه ٿي هلي سگهيو. اسلامي خلافت جي خليفن سان نهايت غير انساني ۽ ظالمانه سلوڪ روا رکيو ويو ۽ ڪين مرضيءَ مطابق معزول ڪري هيٺر هيو ماڻهو تخت تي ويهاريو ٿي ويو.

متوڪل علي الله هڪ رعبدار خليفو ۽ اعليٰ صلاحيتن جو مالڪ هو. ان هوندي به هو عباسين جي ڪرندڙ طاقت کي سنڀالي نه سگهيو. خلافت جي عزت ۽ ناموس جي بچاءَ واري جدوجهد ۾ ڪيس، سندس ترڪ حفاظتي جٿي قتل ڪري ڇڏيو. جيتوڻيڪ اهو قتل متوڪل جي پٽ المستنصر جي چرچ تي ٿيو هو. انهيءَ واقعي عباسي خلافت جي رهيل عزت کي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيو ۽ ان کانپوءِ عباسين ۾ ڪو به اهڙو خليفو پيدا نه ٿيو، جنهن جو آواز حرم ٻاهران يا دربار کان ٻاهر مڃيو وڃي.

عمر بن عبدالعزيز نه فقط خودمختيار منصوره جي عرب رياست جو باني هو، پر ان سان گڏ هن هڪ اهڙي گهراڻي جو پايو رکيو، جنهن سنڌ تي هڪ سؤ ستر سالن کان وڌيڪ حڪومت ڪئي. عمر بن عبدالعزيز هبار بن الاسود جي پنجين پيڙهيءَ مان هو. عمر بن عبدالعزيز سنڌ جي نزاري (معزي) قبيلن جو ليڊر هو ۽ جڏهن عربن جي ٻن طبقن ۾ جنگ شروع ٿي، تڏهن هن سنڌ جي گورنر کي شڪست ڏئي قتل ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ صوبي تي حڪومت ڪرڻ لڳو. ڪيس خبر هئي ته عباسي خليفي کان سنَد وٺڻ کانسواءِ ماڻهو ڪيس سڪ سان سمهڻ نه ڏيندا. ان ڪري هن بغداد جي همعصر خليفي متوڪل ڪي هڪ عريضي ڏياري موڪلي. خليفي متوڪل عباسيءَ جي خلافت جو دور اسلامي دنيا لاءِ اياڳو ثابت ٿيو. چاڪاڻ ته انهيءَ دور ۾ قدرتي آفتن سبب ڪيترن ئي اسلامي ملڪن ۾ ماڻهو مٺا ۽ هيو ڪيترو زيان ٿيو. ساڳئي وقت بغاوتن پڻ منهن ڪڍيو، جنهن سبب هو هميشه پريشان رهندو هو. عمر بن عبدالعزيز هباريءَ جي درخواست سندس لاءِ خوشيءَ جو باعث بڻي ۽ هن هڪدم ان تي عمل ڪيو ۽ ڪيس سنڌ جي حڪومت جي سند ڏياري موڪلي. جيتوڻيڪ هو عباسي خلافت جي طرفان نامزد ڪيل گورنر هو، پر هُن عباسي خلافت جي ڪمزوريءَ مان پورو پورو فائدو ورتو. جيئن مٿي ذڪر ٿيو ته خليفو متوڪل عباسي سندس حفاظتي جٿي هٿان سن 246هه/ 861ع ۾ قتل ٿيو ۽ اهو سال سنڌ جي منصوره واري عرب رياست جي خودمختياريءَ جو سال سمجهيو ويو عمر بن عبدالعزيز هڪ خبردار انسان هو، ان ڪري عباسين جو خطبو مسجدن ۾ جاري رکيائين ۽ سال بِه سال ڏن جا پئسا پڻ بغداد جي مرڪزي خزاني ڏانهن، سوکڙين پاکڙين ۽ تحفن سميت موڪليندو رهيو.

عمر بن عبدالعزيز هباري سنڌ ۾ منصوره جي ڏکڻ ۾ هڪ ننڍڙي ۽ خوبصورت شهر بانيه ۾ جائو ۽ اتي ئي پرورش ٿيس. هن حڪومت هٿ ڪرڻ کانپوءِ آخري عمر تائين بانيه ۾ ئي رهڻ پسند ڪيو. هُن منصوره جي وڏي شهر کي ڇڏي، پنهنجو محلات ۽ گهر بانيه ۾ ٺهرايو ۽ اهو ئي سندس دور ۾ انتظاميه جو مرڪز هو. بانيه سنڌ جو قديم شهر هو جيڪو عرب دور ۾ منصوره جي ويجهو ڏکڻ ۾ سنڌو ديلٽا ۾ واقع هو. جنهن ۾ ڪيترائي باغ هئا، جن ۾ گهڻو ميوو پيدا ٿيندو هو. منصوره کان ديبل جي شهر جو ديبل کان فاصلو ٻن منزلن تي ٻڌايو ويو آهي. *(وڌيڪ ڏسو: ڪتاب تاريخ سنڌ، عرب دور، ص: 300-304)*

عمر بن عبدالعزيز انتظامي صلاحيتن ۾ به وڏو ڪمال حاصل ڪيو ۽ انهيءَ اعليٰ سياسي درجي لاءِ نهايت ئي موزون ثابت ٿيو. جنهن سبب ڪيس منصوره جي عرب حڪومت ۾ حاڪم اعليٰ جي حيثيت ۾ ملڪ جو مالڪ بنايو ويو هو. سندس قائم ڪيل عرب حڪومت جون حدون اروڙ کان سمنڊ تائين هيون. هن پنهنجو واسطو مرڪزي سرڪار سان ختم ڪرڻ مناسب نه ڄاتو، ان ڪري عباسي خليفن جي نالي جو خطبو جمعي نماز جي موقعي تي سيني مسجدن ۾ پڙهيو ويندو هو. جنهن مان اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ته هو عباسي مرڪزي حڪومت جو زيردست آهي ۽ ان جي نائب جي حيثيت ۾ سنڌ تي حڪومت ڪري رهيو آهي. ابن خلدون لکي ٿو ته خليفي المعتمد عباسيءَ، يعقوب بن ليث صفاريءَ جي خراب نيت ڪي (بغداد تي حملي ڪرڻ) کي بدلائڻ خاطر ڪيس سنڌ جي حڪومت جو پروانو پڻ موڪليو هو، پر هن انهيءَ کي رد ڪندي بغداد تي حملو ڪيو، جنهن ۾ هو ناڪامياب ويو ۽ پوءِ سجستان ڏانهن پڇي ويو، جتي پهچڻ کانپوءِ ستت مري ويو. يعقوب بن ليث جو سنڌ تي ڪو خاص سياسي اثر نه رهيو، ڇاڪاڻ ته هو فارس جي مسئلن ۾ ايترو ته منجهيل رهيو، جو ڪيس سنڌ جي معاملن ۾ پوڻ جو موقعو نه مليو. ان ڪري سنڌ عمر بن عبدالعزيز هباريءَ جي بادشاهيءَ ۾ نهايت ئي اطمينان سان، سهڻي انتظام هيٺ ۽ عباسين جي نالي ماتر حڪومت هيٺ رهي، صفارين جو ڪو به اثر سنڌ تي قائم نه ٿي سگهيو. عمر بن عبدالعزيز بنا ڪنهن گڙٻڙ جي آرام سان سنڌ تي حڪومت ڪري گذاري ويو. عمر بن عبدالعزيز گهڻو وقت منصوره تي حڪومت ڪئي، جيڪو ان وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو. انهيءَ ڏس ۾ ايران جي مشهور سياح، بزرگ بن شهريار جي لکت موجود آهي.

هي امن وارو دور هو ۽ سنڌ ۾ خوشحالي هئي. خاص ڪري عرب نهايت ئي خوشحال هئا، ڇاڪاڻ ته ملڪ جو سڄو پئسو، زمينون ۽ مال انهن وٽ هو. عمر بن عبدالعزيز جا پاڙي وارن هندو راجائن سان به سٺا ناتا هئا. انهيءَ سبب انهن ڪڏهن به سنڌ تي ڪاهه ڪانه ڪئي. ساڳئي وقت هن هڪ طاقتور ۽ منظم فوج جو پڻ سنڌ ۾ بندوبست ڪيو هو.

جنهن سبب ڪنهن به دشمن کي سنڌ تي حملي ڪرڻ جي جرئت ڪانه ٿي ۽ اها فوج وقت سر حڪومت جي بچاءَ لاءِ ميسر ٿي سگهندي هئي.

عمر بن عبدالعزيز سنڌ تي ٽيهه سال حڪومت ڪئي، پر اندازي مطابق 270ھ/ 883ع ۾ هن وفات ڪئي. هن جي دور حڪومت کي نهايت پر امن ۽ ڪيس ڪامياب حڪمران سمجهيو ويندو آهي. عمر بن عبدالعزيز هباريءَ پنهنجو سڪو نه ٺهرايو. چاڪاڻ جو هو نيم خودمختيار حاڪم هو. هن عباسي خليفن جي بالادستيءَ کي ڪنهن حد تائين تسليم ڪيو هو. هن جو ڪو به سڪو دلور جي پڙي يا پنيور مان نه مليو آهي.

هيٺ هباري خاندان جي حڪمرانن جو چارٽ ڏجي ٿو، جيڪو پير حسام الدين راشديءَ جو تيار ڪيل آهي:

**هباري خاندان جا بادشاهه**

(تحقيق: سيد حسام الدين راشدي)

| نمبر | نالو | دور | خليفو | نتيجو |
|---|---|---|---|---|
| (1) | عمر بن عبدالعزيز | 240-270ھ | متوڪل | منصوره ۾ فوت ٿيو |
| (2) | ابو صمه | 270 ھ | متوڪل | چند مهينن ۾ قتل ٿيو. |
| (3) | عبدالله بن عمر | 270ھ-300ھ | معتمد | منصوره ۾ فوت ٿيو. |
| (4) | عمر بن عبدالله | 300- 330ھ | مقتدر | منصوره ۾ فوت ٿيو. |
| (5) | محمد بن عبدالله | 330-360ھ | المتقي | منصوره ۾ فوت ٿيو. |
| (6) | علي بن عمر | 360ھ-375ھ | الطائع | منصوره ۾ فوت ٿيو |
| (7) | ؟ بن علي بن عمر | 375-401ھ | القادر بالله | منصوره ۾ فوت ٿيو |
| (8) | خفيف | 401ھ-416ھ | القادر بالله | منصوره ۾ قتل ٿيو. |

(نوٽ: خفيف پهريون سومرو حڪمران ٿي گذريو)

*(تحفة الڪرام، ايڊٽ: سيد حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ، 1971ع)*

**عبدالله بن عمر هباري:** عمر بن عبدالعزيز جي وفات 270ھ/ 883ع ڪانپوءِ سندس پٽ عبدالله بن عمر جانشين ٿيو. سندس ڪنيت ابو المنذر هئي. 279ھ/ 892ع ۾ ابو صمه جي پٽ صمه بغاوت ڪري منصوره تي قبضو ڪيو. پر ٿورن ڏينهن ۾ عبدالله بن عمر طاقت حاصل ڪري ٻيهر منصوره کي ڪانئس کسي ورتو ۽ پنهنجي شهر بانيه کان منصوره ۾ منتقل ٿي ويو.

’عجائب الهند‘ جو مصنف لکي ٿو ته ڏکڻ ڪشمير جي هڪ راجا جنهن جو نالو مهروڪ پٽ رائڪ هو ان عبدالله بن عمر ڏانهن نياپو موڪليو ته ڪو اهڙو عالم ڏانهس موڪلي ڏنو وڃي، جيڪو کيس قرآن جي تعليم تفسير سان پڙهائي، عبدالله بن عمر عراق جو هڪ عرب عالم، جنهن کي نندي ڪنڌ جون ڪيترين ٻولين سنڌيءَ سميت اينديون هيون، راجا ڏانهن ڏياري موڪليو اهو عالم راجا وٽ ٽي سال رهيو. قرآن تفسير سان بيان ڪندي جڏهن هو سورة يٰسين جي هن آيت: ’قال من يحي العظام وهي رميم‘ تائين پهتو ته راجا تخت تان لهي فرش تي آيو ۽ گهڻو وقت سجدي ۾ رهيو ان ڪانپوءِ هن پنهنجي درٻارين ڏانهن منهن مٽي ڪري چيو ته بيشڪ اهو الله آهي، جيڪو واحد خدا آهي ۽ سڀجيءَ ڪائنات جو پالڻهار آهي.

’تاريخ سنڌ‘ جي مصنف اعجاز الحق قدوسيءَ مطابق قرآن مجيد جو پهريون سنڌي ترجمو هندو راجا ڪرايو. جنهن جو نالو مهروڪ هو. هن عبدالله بن عمر هباريءَ کي درخواست ڪئي هئي ته سنڌي زبان ۾ مذهب اسلام جي تعليم لکي موڪلي. ان زماني ۾ منصوره ۾ عراق جو هڪ عالم رهندو هو، جنهن جي پرورش منصوره ۾ ٿي هئي. هو تمام ذهين، سمجهدار ۽ شاعر هو ۽ هو اتي جون مختلف زبانون ڄاڻندو هو. عبدالله بن عمر هباري راجا جي خواهش جو ذڪر ساڻس ڪيو. جنهن ان جي زبان ۾ هڪ قصيدو تيار ڪري راجا کي موڪليو ۽ راجا جڏهن اهو قصيدو ٻڌو ته ان کي نهايت پسند آيو ۽ عبدالله بن عمر کي درخواست ڪيائين ته ان شاعر کي منهنجي درٻار ۾ موڪليو. پوءِ عبدالله بن عمر هباريءَ کيس راجا جي درٻار ۾ موڪليو ۽ هو ٽن ورهين تائين اتي رهيو. ان جي خواهش تي ان عالم قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. راجا روزانو ترجمو ٻڌندو هو ۽ هن ڪان بيحد متاثر ٿيو. هي قرآن شريف جو دنيا ۾ پهريون ترجمو هو. جيڪو سنڌي زبان ۾ ٿيو. ان جو اهو به بيان آهي ته راجا هن کي ڇهه مڻ سون، ٽي دفعا ڏنو هو. عبدالله بن هباري تقريباً 30 سال سنڌ تي حڪومت ڪئي. ان پنهنجي دور ۾ بهترين انتظام هلايو. عبدالله بن عمر هباريءَ جا ٽي سڪا هٿ آيا آهن، جن ۾ هڪ چانديءَ جو آهي ۽ ٻه ٽامي جا آهن، اهي سڪا 1882ع ۾ دلور جي پروارن ڪنڊرن مان لڌا ويا آهن:

(1) چانديءَ جو سڪو، ماپ 2 انچ قطر، وزن 8.4 گرين

سبتو پاسو: لااله الاالله وحده لاشريڪ لهٗ محمد رسول الله امير عبدالله.

ابتو پاسو: بالله ولي عبدالله و ملڪ.

(2) ٽامي جو سڪو، ماپ: ساڍا ٽي انچ، وزن: 18 گرين

سبتو پاسو: وچ تي چٽيل ڪنڊن وارو تارو. ان جي چوگرد گول دائري ۾ هي اکر پڙهي سگهجن ٿا:

**لااله الاالله وحده لاشريڪ لهٗ.**

ابتو پاسو: نالو ٻن حصن ۾ عبد ۽ الله- پاسا هم چورس، جن تي هي اکر آهن: محمد رسول الله الامير.

(3) چانديءَ جو سڪو:

سبتو پاسو: محمد رسول عبدالله

ابتو پاسو: بالله ولي عبدالله و ملڪ.

انهن سڪن مان ظاهر ٿئي ٿو ته منصوره جا هباري امير عباسي خليفن جا زيردست ڪونه هئا، جو ته انهن جو نالو ڪٿي به ثابت نه ٿيو آهي. ان سان گڏ اها حقيقت به واضح ٿئي ٿي ته سنڌ جي عربن کي منصوره ۾ پنهنجو ضرب خانو هو. جتي سڪا ضرب ڪيا ويندا هئا. عبدالله هباري سنڌ تي 300ھ/ 912ع تائين حڪومت ڪئي.

**عمر بن عبدالله هباري:** عمر بن عبدالله، هباري خاندان جو چوٿون حاڪم هو. هو منصوره جو وڏي ۾ وڏو بادشاهه تسليم ڪيو وڃي ٿو. پير حسام الدين راشديءَ جي تحقيق موجب، عمر بن عبدالله 300ھ/ 912ع ۾ منصوره

۾ بادشاهه بڻيو (تحفة الڪرام، فارسي). عمر بن عبدالله پنهنجي پيءُ وانگي دانشمند ۽ مدبر هو. هي اهو زمانو هو، جڏهن عرب جو مشهور سياح المسعودي، سنڌ آيو هو. هن پنهنجي دربار جو طريقو مشرقي نموني رکيو هو ۽ ڪيس حڪومت جو انتظام هلائڻ لاءِ وزيرن جو هڪ وڏو تعداد هو. المسعودي ٻڌائي ٿو ته منصوره جي عرب حڪومت جو وڏو وزير رياح هو ۽ منصوره جي دربار عالمن، معززن ۽ وڏن ماڻهن سان سينگاريل هئي. عرب سردار حمزي کي منصوره جي دربار ۾ وڏي فوقيت حاصل هئي ۽ ٻيا ڪيترائي ماڻهو اتي هئا، جيڪي پاڻ کي عليءَ جو اولاد سڏائيندا هئا. اهي گهڻو ڪري محمد بن علي ۽ عمر بن عليءَ جي اولاد مان هئا، جيڪي سنڌ جهڙي ڏورانهين ملڪ ۾ حڪومت جي ظلم سبب لڏي آيا هئا. المسعوديءَ مطابق منصوره جي عرب حاڪم ابوالمنذر عمر بن عبدالله هباريءَ پنهنجي سر سنڌس آڏرياءُ ڪيو هو ۽ ڪين وڏي عزت ڏني هئي. ابو المنذر عمر جا ڪي سڪا منصوره پڙي جي ڪنڊرن مان مليا آهن:

**عمر بن عبدالله جا چانديءَ جا سڪا:** ابو المنذر عمر بن عبدالله جا چنج چانديءَ جا سڪا. (مسٽر بيلاسس)

(1) پڙي جي کوٽائيءَ مان مليا آهن ۽ اهي ساڳئي ان بادشاهه جا تصور ڪيا ويا آهن، جن مان هرهڪ سڪو ڏيڍ انچ قطر ۾ آهي ۽ اُن جي تور وزن رتين جيتري ٿيندي.

سبتو پاسو: پنجن سٽن ۾ **ابو المنذر عمر بن عبدالله** لکيل آهي ۽ پاسن کان ليڪا ۽ ٽبڪا آهن.

ابتو پاسو: ڪوفي رسم الخط ۾ ٽي **سٽون باالله محمد رسول الله عمر** لکيل آهن.

(2) عمر بن عبدالله جو ٽامي جو سڪو: ساڍا ٽي انچ قطر ۽ تور 21 رتيون.

سبتو پاسو: **ٿل ۽ خالي**

ابتو پاسو: وچ ۾ بنو... **عمروبه منذر** پاسن ۾: **س بالمنصوره نستہ اربع**

المسعودي لکي ٿو ته منصوره جي قاضيءَ جو عهدو به موروثي هو ۽ اهو عراق جي مشهور قاضي ابي شوراب جي خاندان ۾ هلندو آيو پئي. عمر بن عبدالله هڪ طاقتور بادشاهه هو. زماني ۾ منصوره جي سلطنت اجا به وسيع ٿي وئي هئي، جنهن ۾ تقريباً ٽي لک ڳوٺ هئا. فوجي اعتبار سان به هيءَ بادشاهت طاقتور هئي. هن وٽ پنج هزار جنگي هاٿي ۽ چاليهه هزار پيادا فوجي هئا. منصوره جي عوام جي زبان سنڌي هئي ۽ حاڪم سنڌي ۽ عربي ٻئي ٻوليون ڳالهائيندا هئا ۽ هنن جو پنهنجو سڪو رائج هو هن جي دور ۾ واپار کي به وڏي ترقي ملي ۽ سنڌ جو مال ٻين ملڪن جي مندين ۾ وڪامندو هو عمر بن عبدالله جي زماني ۾ هباري حڪومت جو بغداد سان ڪو به تعلق نه رهيو هو صرف خطبي ۾ خليفن جا نالا ورتا ويندا هئا. هن حاڪم 330هه/ 942ع ۾ وفات ڪئي.

**محمد بن عمر هباري:** عمر بن عبدالله هباريءَ جي موت کانپوءِ سندس پُٽ تخت تي ويٺو جنهن جو المسعوديءَ پنهنجي سفرنامي ۾ ذڪر ڪيو آهي. المسعوديءَ کانپوءِ جيڪي به سياح ۽ جاگرافيدان آيا، انهن منصوره جي عربي حڪومت جو ذڪر ته ڪيو آهي، پر بادشاهن جا نالا نه ڏنا آهن. فقط هن ريت هڪ سٽ ۾ انهن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. 'وملڪهم من قريش يقال انه من ولد هبار بن الاسود' [ان ملڪ تي قريش حاڪم حڪومت ڪندا هئا، جيڪي هبار پٽ اسود جو اولاد هئا]. پڙي جي کوٽائيءَ مان مسٽر بيلاسس کي عرب بادشاهه عمر بن عبدالله هباريءَ جو ٽامي جو هڪ سڪو به هٿ آيو هو، جنهن جي ماپ 3 انچ هئي، جنهن جو ابتو پاسو گول ۽ خالي هو ۽ اکرواري پاسي باالله محمد لکيل هو. پڙي جي ڪنڊرن مان ٻيا به گهڻائي سڪا مليا آهن، جن مان هڪ ٻئي عرب حاڪم احمد جو نالو مليو ٿو. هباري عرب خاندان جو منصوره جي عرب حڪومت تي قبضو الاصطخري، ابن حوقل ۽ بشاري مقدسيءَ جي سنڌ ۾ اچڻ وقت ثابت ٿيو آهي. ان مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اهو بادشاهه شايد محمد کانپوءِ تخت ڏٺي ٿيو هجي. جيتوڻيڪ ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ هن حاڪم جو نالو محمد بن عمر هباري ڏنو آهي. ليڪن نامور تاريخدان پير حسام الدين راشديءَ ان جو نالو محمد بن عبدالله لکيو آهي. سندس تحقيق موجب 360هه/ 972ع ڌاري محمد بن عبدالله جي حڪومت ختم ٿي. *(تحفة الڪرام، فارسي)*

ان جو سڪو هن ريت آهي:

سبتو: **لا اله الله وحده لاشريڪ له**

ابتو پاسو: **محمد رسول الله الا مير احمد**

عرب سياحن سنڌ جي حاڪمن ۽ سلسليوار تخت تي هڪٻئي پنيان ويهڻ وارن بابت تمام گهٽ معلومات ڏني آهي. جيئن ته اهي بادشاهه سنڌ ۾ خودمختيار حيثيت جا مالڪ هئا. شايد ان ڪري انهن سياحن کي ڪا خاص اهميت نه ڏني. هباري خاندان جي حڪومت 401هه/ 1010ع تائين قائم رهي. ابن حزم ۽ ابن خلدون ٻنهي جي دعويٰ آهي ته منصوره جي عرب حڪومت جو خاتمو غزنيءَ جي سلطان محمود غزنويءَ جي هٿان ٿيو پر هنن انهيءَ جا ڪي به سبب ڪونه ڏنا آهن.

## سنڌ ۾ قرمطي/ عرب دور جو خاتمو:

قرمطي، اسماعيلين جي شاخ چيا وڃن ٿا. دراصل شيعان علي بنيادي طرح ٽن حصن ۾ ورهايل آهن: هڪ اثنا عشري، ٻارهن امامن کي يعني حضرت علي عہ کان وٺي ٻارهين امام محمد المهديءَ تائين کي مڃين ٿا. ٻيا اسماعيلي، ستين امام حضرت اسماعيل رضہ کي پنهنجو امام مڃين ٿا، جيڪو حضرت امام جعفر صادق رضہ جو وڏو پٽ هو. زيد بن علي رضہ کي مڃيندڙن کي زيدي سڏين ٿا، پر انهن جو تعداد تمام گهٽ آهي. قرمطي، اصل ۾ اسماعيلي فرقي جي ڇاڙهه چيا وڃن ٿا. اهي پنهنجي اصليت همدان قرمط سان ڳنڍيندا آهن. همدان جو تعلق هڪ هاري قبيلي سان هو. همدان قرمط هڪ ماهر نجومي ۽ سماجي برابريءَ وارن نظرين جو

حامي هو. هن ڪوفي ۾ پرسان گهر ٺهرايو ۽ ان کي 'دار الهجره' جو نالو ڏنائين. مظلوم هاري 'دارالهجره' ۾ گڏ ٿيندا هئا يا پناهه وٺندا هئا، جيڪو هن جاءِ تي پناهه وٺندو هو، ان کي پنهنجي آمدنيءَ جو ڪجهه حصو ڏيڻو پوندو هو. سندس بندوبست موجوده دور جي سماجوادي نظام وانگر لڳندو هو. ايران جي فلسفي مزدڪ وانگر، هن ٻارن ۽ عورتن جون تنظيمون به ٺاهيون هيون، جن کي الف سڏيندو هو. قرمطين بغداد جي 'اخوان الصفا' تي به غلبو حاصل ڪري ورتو هو. چاڻايو ويو آهي ته 'اخوان الصفا' جا ماڻهو خاص نظرياتي فسلفي جا حامي هئا، جي، بهترين خيالن ۾ يقين رکندا هئا.

هنن آفريڪا ۾ فاطمي سلطنت قائم ڪئي. اهڙيءَ ريت اسماعيلي تحريڪ عباسي خلافت جي مخالف هئي ۽ قرامط تحريڪ سان ڪيترا عالم، مفڪر ۽ اديب شامل هئا. انهن مان ابو سعيد الحسن الجنابيءَ، ايراني نار جي ڏاکڻي ساموندي ڪناري سان آزاد رياست جو بنياد رکيو. *(تاريخ سنڌ، عرب دور، ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ: ص: 479-482 جو اختصار)*

حسن الجنابيءَ جو پٽ ابو طاهر سليمان هڪ طاقتور سردار هو، جنهن جو اثر اسلامي دنيا ۾ پري پري تائين پکڙجي ويو هو. هن جدا جدا علائقن مان سياسي ۽ مذهبي حمايت حاصل ڪرڻ چاهي ٿي. ان ريت قرمطي داعي سنڌ پهتا هئا. انهن مان هڪ جو نالو ابن الهيشم هو ۽ ٻئي جو نالو جلم بن شيبان هو. ابن الهيشم کي پرچار لاءِ ملتان موڪليو ويو، پر بعد ۾ فاطمي خليفي، ابن الهيشم کي موقوف ڪري، جلم يا حلم بن شيبان کي موڪليو هو. جلم، محمد بن قاسم جي جوڙايل مسجد ۽ ملتان جي تاريخي مندر کي به ڊهرايو. ابن الهيشم کي فاطمي خليفي المعز ڪنهن ريت ميدان تان هٽائي ورتو. *(تاريخ سنڌ، عرب دور، ص: 482-483)* ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ لکي ٿو ته، ملتان کي اسماعيلي داعين 'المعز' جي دور ۾ فتح ڪيو. المعز جي دور ۾ قاهره جو بنياد رکيو ويو ۽ الازهر مسجد به هن فوجي اڳواڻ ٺهرائي، جيڪا پوءِ آفريڪا جو اهم علمي مرڪز بڻجي وئي. ان وقت جي فاطمي خلافت جي سڄي مسلم دنيا ۾ خاص اهميت ٿي. فاطميت جو ايراني باطني تسلط وارن قلعن سان به ڪو تعلق نه هو. ان سان گڏ دروزي فرقي جو به ملتانين جي اسماعيلين سان ڪو واسطو نه هو. دروزي فرقي جو باني محمد بن اسماعيل الدروزي هو. هي فرقو يارهين صدي عيسويءَ جي پهرئين ڏهاڪي ۾ وجود ۾ آيو هو. محمد بن اسماعيل ڇهين فاطمي خليفي ابو علي منصور الحڪم جو خاص ماڻهو هو 354هه/ 699ع جي هڪ لکت موجب، مصر جي فاطمي خليفي جا بينر سنڌ موڪليا ويا هئا. لڳي ٿو ته سنڌ ۽ مصر جي حاڪمن، هڪ ٻئي کي تسليم ڪيو هو. علمن جي متلاشا ڪان سواءِ ٻيون به ڪي شيون اينديون وينديون رهنديون هيون. ان دور ۾ عباسي خليفن جو اثر ختم ٿي چڪو هو. بشاري مقدسيءَ 375هه/ 986ع ۾ منصوره ۾ ڏٺو ته، خطبي ۾ عباسي خليفن بجاءِ، فاطمي خليفي جو نالو ورتو ويندو هو. مسجد ۾ نماز لاءِ ٻانگ به فاطمي خليفن جي طرز تي ڏني ويندي هئي. ملتان ۾ اسماعيلي يا قرمطي پرچار رڪجي وئي هئي. البت سنڌ ۾ اهو اثر موجود هو. بشاري مقدسي اهو به لکي ٿو ته شيراز جي بوحد نالي حاڪم سان به منصوره جو تعلق هو. بوحد حڪمران فاطمين جو پوئلڳ هو. پر سنڌ ۽ شيراز جي لاڳاپن کي عام نه ڪيو ويو هو. اسماعيلي فاطمين ۽ قرمطين ۾ شديد اختلاف هئا. ان ڪري سنڌ ۽ ملتان جي اسماعيلين ۽ قرمطين ۾ ڪي به لاڳاپا نه هئا. ٿي سگهي ٿو ته قرمطين ٿوري عرصي لاءِ ملتان تي قبضو ڪيو هجي. ملتان جي قرمطين ۽ سنڌ جي اسماعيلين ۾ ڪڏهن به ڪي لاڳاپا نه رهيا، ڇو ته ٻنهي فرقن ۾ سخت مذهبي اختلاف رهيا. *(تاريخ سنڌ، عرب دور، ص: 484-485)*

ڊاڪٽر پٺاڻ جي راءِ آهي ته ابن اثير ۽ البيرونيءَ جي لکڻين ملتان جي اسماعيلي قرمطين بابت غلط فهمين کي جنم ڏنو. ان ڪري ملتان ۽ منصوره جي حاڪمن کي 'مرتد' سڏيو ويو ۽ فاطمي خليفن کي سچو مسلمان نه سمجهيو ويو. اهي بغداد جي عباسي خليفن جا مخالف هئا. اهو ساڳيو دور آهي، جڏهن محمود غزنوي طاقتور بادشاهه ٿي ابڀريو. محمود، فاطمين جي سخت خلاف ۽ عباسي خليفن جي حمايت ۾ هو. بشاري نالي عرب سياح 375هه/ 986ع ۾، ملتان ۽ منصوره جي حاڪمن کي فاطمين جو مجيندڙ ڏٺو ۽ ڪين مرتد جو درجو ڏنو. بشاري خود سنڌ آيو هو. مٿي ذڪر ڪيل مذهبي ماحول جي اثر هيٺ محمود کي هيءَ ڳالهه نه وڻي ته هن جي ارد گرد اهي حاڪم حڪومت ۾ هجن. هن ملتان جي حاڪمن کي سزا ڏني ۽ منصوره تي به حملو ڪيو. جتي جو حاڪم 'خفيف' (سومرو) نالي سان هو. خفيف، محمود جي حملن جو ٻڌي جهنگ ڏي فرار ويو هو. حقيقت شاعر فرخيءَ جي شعر مان معلوم ٿئي ٿي. *(تاريخ سنڌ، عرب دور، ص: 485-487)*

پير حسام الدين راشدي، هباري بادشاهن جي لسٽ ڏيندي اٺ نالا ڏنا آهن، ليڪن آخري يا ائين بادشاهه جو نالو 'خفيف' لکندي، وضاحت ڪري ٿو ته هي سومرو حاڪم هو. خود ممتاز پٺاڻ به عرب دور جي خاتمي تي سومرا حاڪميت جي حقيقت تسليم ڪري ٿو. وڌيڪ اهو به ته اسماعيلي داعي ابن سومار راجا بل هو. پر وڌيڪ درست نالو بلراج پٽ سومر يا سومار ٿيندو. سومرن ڪيئن حڪومت حاصل ڪئي آهي، ان بابت وڌيڪ تحقيق جي ضرورت آهي.

**عرب دور جو انتظامي، ادبي ۽ ثقافتي جائزو:**

عرب سنڌ جي حالتن، ريتن رسمن ۽ ملڪي انتظام کان اڻواقف هئا. ان ڪري هنن سنڌ تي قبضي بعد اندروني انتظام مقامي ماڻهن حوالي ڪيو. شروع ۾ عربن ماڻهن جو قتل عام ڪيو. مندر ڊاٺا ۽ شهرن کي باهيون ڏنيون، پر قبضي ڪانپوءِ نرم رويو اختيار ڪيائون. هنن سنڌ جي شهرن تي انتظام لاءِ پنهنجا عرب گورنر رکيا. اتي فوجي ڇانوڻيون قائم ڪري قلعن جي حفاظت ڪئي. عدالتي انتظام لاءِ قاضي مقرر ڪيا. عرب جاگرافيدانن مطابق سنڌ ملڪ پنجن صوبن ۾ ورهايل هو، جن ۾ ملتان، منصوره، ڪزدار (خضدار)، توران ۽ مڪران صوبا شامل هئا. جن تي الڳ الڳ حاڪم مقرر ڪيل هئا. جن کي مقرر ڪرڻ وقت هڪ خلعت، ٻه ترارون، ٻه زرهون، هڪ جهنڊو، هڪ طوق ۽ هڪ منڊي ڏني ويندي هئي. اهو گورنر يا حاڪم صوبي جي فوج جو ڪمانڊر ۽ خزاني جو منتظم اعليٰ هوندو هو. ڪيس ڊل ۽ ٻيا ٽيڪس گهٽائڻ ۽ وڌائڻ ۽

مرڪزي خزاني جا مقرر ڪيل پئسا، جيڪي ڏن يا خراج جي صورت ۾ ورتا ويندا هئا، مرڪز تائين پهچائڻ جي ذميواري پڻ مليل هوندي هئي. فوجين لاءِ خاص قانون ٺاهيا ويا هئا، انهن جي خاندان جو مڪمل تحفظ ڪيو ٿي ويو. انهن کي پگهار ڪانسواءِ جنگ جي حالت ۾ هٿ آيل مال مان حصو ڏنو ويندو هو. فوجيءَ جي موت يا معذور ٿيڻ جي صورت ۾ سندس خاندان جي پرورش جي ذميواري حڪومت تي هئي. جنگ ۾ ڪاميابيءَ جي حالت ۾ فوجين کي مال غنيمت سان گڏ خراج ۾ زمينون ڏنيون وينديون هيون. فوجي لشڪر وٽ گهوڙا جام هوندا هئا، ان ڪانسواءِ اُٺ سوار فوج پڻ ٺاهي وئي، عربن جي آخري دور ۾ هاٿي پڻ رکيا ويا. مالياتي انتظام جي حوالي سان عربن، سنڌ ۾ ٻين قبضي ڪيل ملڪن وارو ساڳيو قانون لاڳو ڪيو. عربن توڙي غيرعربن کان ٽيڪس وصول ڪيا ويندا هئا. اهو ٽيڪس سڌو وصول ڪيو ويندو هو، جيڪو مرڪزي سرڪار جي خزاني ۾ ويندو هو. خراج يا عشر آباد زمينن تي ورتو ويندو هو. زڪوات ۽ صدقو، مقرر ملڪيت تي فقط مسلمانن کان ورتو ويندو هو. جزيو يا ٽيڪس، عربن کان اڳ به لاڳو هو. جيڪو پوءِ به لاڳو رکيو ويو. غنيمہ ۽ خمس الڳ هو. جنهن جو مقصد مال غنيمت مان حصو هو. جيڪو عربن جي مرڪزي حڪومت ڪٽندي هئي. عشر فقط واپاري مال تي وصول ٿيندو هو. جيڪو پڻ هڪ قسم جو محصول هو. اهو محصول خاص ڪري ڏارين واپارين کان ورتو ويندو هو. عربن جي قبائلي رسمن جي ڪري عدالتي نظام انتظاميہ کان الڳ هو. صوبن ۾ گورنر انصاف ڪرڻ لاءِ قاضي مقرر ڪندا هئا. گورنرن جي دور ڪانپوءِ جڏهن خودمختيار حڪومت قائم ٿي، تڏهن منصوره جي هباري حاڪمن پڻ مختلف ماڳن ۽ شهرن لاءِ قاضي مقرر ڪيا هئا. مشهور جاگرافيدان المسعوديءَ ڄاڻايو آهي ته "جڏهن هو منصوره ۾ آيو هو، تڏهن اتي جو قاضي عرب دنيا جي مشهور شخصيت ابو شوراب جي اولاد مان هو" سنڌ ۾ جيڪي قاضي مقرر ڪيل هئا، انهن جا فيصلا گهڻو ڪري عربن تائين محدود هئا، پر ڪن حالتن ۾ مقامي ماڻهن جا فيصلا به ڪيا ويندا هئا. عام طور مقامي ماڻهن لاءِ الڳ قانون هو، تن جا فيصلا پنچائت ذريعي ڪيا ويندا هئا. قاضي يا جج جو عهدو خاص ڪري ڪنهن عالم کي ڏنو ويندو هو، جيڪو شرعي قانون کان واقف هجي. عربن جي شروعاتي دور ۾ سنڌ ۾ ڪو به جيل يا قيدخانو نه هو، پر بعد ۾ جيل پڻ قائم ڪيا ويا. عامر عنبسہ سنڌ جو پهريون حاڪم هو جنهن ديبل جي مندر جو ڪجهہ حصو جيل ۾ تبديل ڪيو. اهو جيل سنڌ ۾ مرڪزي جيل طور استعمال ڪيو ويو، بعد ۾ ٻيا به ڪيترائي جيل قائم ڪيا ويا. هباري خاندان جي دور ۾ سنڌ جي اڪثر شهرن ۾ جيل قائم ڪيا ويا، خطرناڪ قيدين لاءِ تهخانا پڻ ٺهرايا ويا. محمد بن قاسم سنڌ تي قبضي ڪرڻ ڪانپوءِ برهمڻ دور جون لاڳو ڪيل بندشون برقرار رکيون ۽ انهن سان گڏ مقامي قبيلن تي ڪي فرائض عائد ڪيا. جنهن موجب مقامي ماڻهن لاءِ اهو لازم ڪيو ويو ته ڪو به عرب مسافر سندن

حدن اندر داخل ٿئي ته ان جي ٽن ڏينهن تائين مهماني ڪندا ۽ عرب واپارين جي مال جي حفاظت پڻ ڪندا. خليفي عمر بن عبدالعزيز (اموي) جي دور ۾ ڪن ماڻهن اسلام قبول ڪيو هو پر اهو دور ٿورو عرصو هليو. نون مسلمانن جي محبت ۽ جذبي جو ڪو به خيال نه ڪيو ويو. نتيجو اهو نڪتو جو انهن مسلمان ٿيل ماڻهن مان ڪيترائي واپس پنهنجن اصلوڪن مذهبن ۾ داخل ٿي ويا. سنڌ جي عرب گورنرن مذهب بدلائڻ کي ڪا به اهميت نه پئي ڏني، هر مذهب واري کان جزيہ وصول ڪيو ويندو هو. بنو اميہ جي دور ۾ جيڪي به قومون يا ماڻهو مسلمان ٿيا هئا، تن تي 'موالي' نالو رکيو ويو ۽ انهن جو درجو عربن کان گهٽ رکيو ويو. بنو اميہ جي دور ۾ هڪ نهايت ظالمانہ رسم جو رواج وڌو ويو. جنهن موجب مفتوح قومن جي غير مسلم قبيلن کان 'ٻار ٽئڪس' وصول ڪيو ويندو هو. يعني هر گهر يا هر ڪٽنب مان هڪ ٻار زبردستي کسيو ويندو هو. جنهن کي غلام بنائي وڪرو ڪيو ويندو هو. انهي ڪري غير مسلم قومن ۾ بنو اميہ لاءِ ڌڪار پيدا ٿيو ۽ وچ ايشيا جي قومن بنو عباسيہ وارن جي حمايت ڪئي. جنهنڪري ايراني قومن جي حمايت سان بنو عباسيہ، بنو اميہ وارن کي شڪست ڏئي اقتدار تي قبضو ڪيو. جڏهن مامون الرشيد بغداد جو خليفو ٿيو، تڏهن عربن، مسلمانن ۽ غيرمسلمانن وچ ۾ نفرت گهٽ ٿي. مامون ڪانپوءِ غيرعرب مسلمانن اسلامي سلطنت ۾ پنهنجون پنهنجون رياستون قائم ڪيون. جنهن سبب عربن جي طاقت گهٽ ٿي. سنڌ ۾ عرب، غير مسلمانن کان جزيو وصول ڪندا رهيا، ان ڪري هنن مقامي ماڻهن کي پنهنجي ڏنڌي ۾ چوٽ ڏئي ڇڏي هئي. ملڪ جو اندروني واپار غيرعربن جي هٿ ۾ هو ۽ ڪن خاص زمينن ڪانسواءِ ٻيون زمينون پڻ انهن لاءِ ڇڏيون ويون هيون. جيئن اهي پوک ۾ چاهہ وٺن ۽ گهڻو اَن اُپائين. ديبل جا غير مسلم واپاري اتي اينڌڙ جنسون گڏ ڪري رکندا هئا ۽ ڪوٽ واري وقت ۾ وڌي اگهہ تي وڪرو ڪندا هئا. چوريون عام ٿينديون هيون. انهن کي هٿي ڏيڻ ۾ عربن جي مقرر ڪيل ڪامورن جو هٿ هو. عربن پنهنجي پوئين دور ۾ سنڌ جي اقتصادي ترقيءَ لاءِ چڱي ڪوشش ڪئي. پاڻي رسائڻ جو چڱو انتظام ڪيو ويو. جنهن سبب پوک ۾ واڌي ٿي. باغن جو رواج عربن کان اڳي به سنڌ ۾ هو، ان کي وڌيڪ هٿي ڏني وئي. زرعي آبادي وڌائڻ ۽ ڊِل وٺڻ لاءِ، زمينون نه آباد ڪندڙن زميندارن ۽ هارين تي ڏنڊ وڌا ويا. سنڌ ۾ ڪمند مان کنڊ ٺاهڻ جو ڌنڌو ان وقت موجود هو، پر عربن ڪجور مان کنڊ ٺاهڻ جو طريقو ايجاد ڪيو ۽ انهن مان مٺائي ٺاهڻ جو رواج پڻ وڌو. ديبل جي شهر ۾ تلوارون ٺاهيون وينديون هيون، جيڪي گهڻو مشهور هيون. ڪپهہ جي پوک سبب ڪپڙي جا آڏاڻا هئا، جتي ڪپڙو ٺاهيو ويندو هو ديبل بندر تان سنڌ جي ململ، عرب دنيا ڏانهن موڪلي ويندي هئي. چمڙي جا ڪارخانا به هئا، جتي جوتا، پيتيون ۽ ٻگون ٺاهيون وينديون هيون، منصوره جا جوتا بغداد ۾ گهڻو پسند ڪيا ويندا هئا. عربن سنڌ ۾ ڪڪڙن پالڻ جا فارم قائم ڪرايا، جتي

ڪڪڙين کانسواءِ مور پڻ پاليا ويندا هئا. ٺامي ۽ پٽل جي سامان جون خاص بازارون هيون. عاج مان نهايت نفيس شيون تيار ڪيون وينديون هيون. سنڌ جون مينهون ۽ اٺ عرب ملڪن ڏانهن پڻ موڪليا ويندا هئا. عربن جو مکيه ڌنڌو واپار هو، پر مقامي واپارين کانسواءِ ترقي ناممڪن هئي. ان ڪري مقامي واپارين کي پڻ سهوليتون ڏنيون ويون. عرب ليکڪن مطابق ديبل جو بندر گهڻو ڪري غير مسلم ماڻهن جي رهائش گاهه هو. جيڪي ملڪ جي اندروني حصن مان مال خريد ڪري گودام پري چڙهيندا هئا. سنڌ ان وقت ٻن واپاري رستن، مڪران جي ڪناري کان فارس ۽ ڪيچ کان سيستان رستي ايران سان ڳنڍيل هئي. عرب دنيا سان ٽيون واپار جو رستو سمنڊ هو. جنهن ذريعي اومان، بصره، يمن ۽ عرب دنيا جا ٻيا بندر ڳنڍيل هئا. اهڙيءَ طرح هندستان جي ٻين بندرن ڀڙوچ، ٺاڻه ۽ ڪنيات سان پڻ بندر ڳنڍيل هو. هندستان سان سنڌ جو واپار عروج تي هو. سنڌ جا غوراب سريلنڪا، ڪارو منڊل، ملبار، انڊونيشيا ۽ چين تائين سامان جي ڏي وٺ ڪندا هئا. عرب، اسلام کان گهڻو اڳ هندستان جي ساموندي ڪناري سيلون (لنڪا) وغيره کان واقف هئا. ديبل ۾ اناج ۽ ٻين واپاري جنسن جي مکيه مارڪيٽ هئي. اتي چين جو مال ۽ هندستان جون خوشبودار شيون آنديون وينديون هيون. عربن جي دور ۾ سنڌ مان ڪتو، سوٽي ڪپڙو، کنڊ، اناج ۽ ڪڪڙيون ٻاهر موڪليون وينديون هيون. ان کانسواءِ ماکي، لاک، ڪنئور، بانس جو ڪاٺ ۽ مور ٻاهر موڪليا ويندا هئا. عربن جي دور ۾ سنڌ ۾ مختلف سڪا ڪم آندا ويندا هئا، جن مان ڪي منصوره ۾ ضرب ڪيا ويندا هئا. ٻيا سڪا طاهري يا طاطري هئا، جيڪي واپاري پاڻ سان کڻي ايندا هئا. قاهري سڪا به سنڌ ۾ فاطمين جي اثر سبب رائج ٿيا ۽ سنڌ تي قرمطين جي راڄ قائم ٿيڻ بعد استعمال هيٺ آندا ويا. طاطري ۽ طاهري سڪا عام جام هئا، جيڪي هاڻوڪي آمريڪي ڊالر ۽ انگريزي پائونڊ جو ڪم ڏيندا هئا. ڪن ليکڪن قاهري سڪي بدران قنڌاري سڪو لکيو آهي، جنهن جي قيمت مقامي عربي سڪي جي ڀيٽ ۾ پنجوڻ تي ٻڌائي آهي. عرب دور ۾ سنڌ ۾ زرعي ۽ واپاري ترقيءَ کانسواءِ عربي ادب تمام گهڻي ترقي ڪئي. سنڌ جي عرب گورنرن ۽ ان کانپوءِ منصوره جي آزاد عرب حڪومت جي اميرن عرب شاعرن، عالمن ۽ ليکڪن جي همت افزائي ڪئي ۽ انهن کي سنڌ ۾ گهرايو. جنهن سبب عربي ادب ۾ واڌارو ٿيو. اهو واڌارو سنڌي عالمن جي عرب دنيا ڏانهن وڃڻ ۽ عرب عالمن جي سنڌ ڏانهن اچڻ سبب عمل ۾ آيو. انهن عالمن، ليکڪن، شاعرن ۽ طبيبن پنهنجي پنهنجي شعبي ۾ ڪافي ڪتاب لکيا. انهن عالمن جي محنت سبب نه رڳو عربي نظم ۾ واڌارو ٿيو پر نثر، ٻولي ۽ رسم الخط ۾ ترقي ٿي. بنو اميه جو دور عربي ادب جي واڌاري ۽ ترقيءَ جو شروعاتي دور هو. انهيءَ دور ۾ عربي نظم ۽ نثر، توڙي عربي گرامر ۽ صورتخطيءَ ۾ واڌ ٿي. عرب دور ۾ شاعرن، محدثن، عالمن، ليکڪن، فوجين ۽ صنعتڪارن جا پاڻ ۾ لاڳاپا قائم ٿيا ۽ مختلف قومن ۽ ماڻهن جو پاڻ ۾ ميلاپ ٿيو. جنهنڪري ادبي ۽ ثقافتي سرگرمين ۾ واڌ ٿي. سنڌ جي ڪيترن ئي شاعرن، عالمن، اديبن ۽ سائنسدانن عرب دنيا ۾ نالو ڪڍيو. انهن شاعرن ۾ ابو عطا سنڌي، ابو ضلع السنڌي، ڪشاجم ۽ محمد بن محمد بن احمد السنڌي گهڻو مشهور ٿيا. سنڌ جي عربي نثر ۾ مذهبي ادب اهم ڪردار ادا ڪيو جنهن عربي ادب جي واڌاري ۾ تمام گهڻي مدد ڪئي. قرآن ۽ حديث تي تشريحون لکيون ويون ۽ ڪتاب لکيا ويا، جيڪي مختلف پڙهائيءَ جي درجن لاءِ مقرر ڪيا ويا. انهن عالمن پاران مسجدن ۾ مذهبي تقريرون، بحث مباحثا ڪيا ويا ۽ مختلف ديني ۽ مذهبي مسئلن تي ماڻهن جا رايا قلمبند ڪيا ويا. عربن سڄيءَ سنڌ ۾ علمي مرڪز قائم ڪيا، جن ۾ ديبل، منصوره، قصدار جي علمي مرڪزن عرب دنيا ۾ نالو ڪڍيو. عربي نثر ۾ مذهبي ادب جي حوالي سان احمد بن محمد المنصوري، ابو جعفر المنصوري، محمد ابن ابي شوراب، ابو جعفر ديبلي، احمد بن عبدالله ديبلي، الحسن بن حامد ديبلي، احمد بن محمد ديبلي، خلف بن محمد ديبلي، محمد بن محمد ديبلي، شيخ الاسلام الاوزاعي، ابو معشر السنڌي، ابو نصرالسنڌي ۽ ابو محمد السنڌي اهم سمجهيا وڃن ٿا، جن ڪيترائي ڪتاب لکيا.

عربن جي دور ۾ سنڌ ۾ ڪيترائي شهر آباد هئا، جن ۾ ديبل، راوڙ، برهمڻ آباد، سيوستان، اروڙ، نيرن ڪوٽ، سيوستان، اڇ، السڪ، ملتان وغيره شامل هئا. ملتان ان وقت سنڌ جي حڪومت ۾ شامل هو. برهمڻ آباد ۽ راوڙ کان سواءِ ٻيا سڀئي شهر عربن جي دور ۾ آباد رهيا. راوڙ جي شهر ۾ عربن پنهنجي فوجي ڇانوڻي قائم ڪئي ۽ برهمڻ آباد جو شهر تباهه ڪري، اتان جي ماڻهن کي غلام بڻايو. برهمڻ آباد شهر متعلق ڪن محققن جو خيال آهي ته هڪ ڀيرو ٻيهر آباد ٿيو، پر ساڳيو اوج ماڻي نه سگهيو ۽ ويران ٿي ويو. نيرون جو شهر ديبل بندر ۽ سنڌ جي تختگاهه منصوره جي وچ ۾ هو. ياقوت حمويءَ انهيءَ شهر کي 'النيروز' لکيو آهي. چچ نامي ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته "نيرون هڪ ٽڪر تي اڏيل هو ۽ ان جي پير ۾ هڪ وڏو تلاءُ يا ڍنڍ هئي، جيڪا درياهه سان ڳنڍيل هئي ۽ اتي محمد بن قاسم جي بحري ٻيڙي لنگر هنيو هو. عربن جي حملي کان اڳ اتي هڪ ٻڌ شمني (پوڄاري) حڪومت ڪندو هو ۽ ديبل وٽ بديل بن طهفة جي موت کانپوءِ هن عراق جي نگران حجاج بن يوسف سان لکپڙهه جاري رکي هئي. عربن جي حملي وقت نيرون تي ڪا به جلهه ڪانه ڪئي وئي، جو اتي جي ماڻهن عربن جي اچڻ وقت ساڻن صلح ڪيو ۽ ڏن ڏيڻ قبوليو هو." الاصطخريءَ جي لکت موجب "نيرون جو شهر ديبل ۽ منصوره جي وچ ۾ هو. پر ان جو فاصلو ديبل جي مقابلي ۾ منصوره طرف گهٽ هو." عربن جي دور ۾ جيڪي تاريخدان نيرون گهمي ويا، انهن شهر کي ڳتيل ۽ ان جي پسگردائيءَ کي آباد ڄاڻايو آهي. عربن جي حملي وقت ديبل جو شهر سنڌ جو ساموندي بندرگاهه ۽ وڏو شهر هو. جنهن جي چوڌاري مضبوط قلعو اڏيل هو. البلاذريءَ لکيو

آهي ته، ”سنڌ تي عربن هٿان پهريون حملو اومان (عمان) مان اتان جي گورنر عثمان بن ابي الماس الثقفيءَ پنهنجي ڀاءُ مغيره کي فوج سان سمنڊ رستي موڪلي ڪرايو. سمه بن ديوائج قلعي ۾ موجود فوج وٺي مقابلو ڪيو، جنهن ۾ مغيره مارجي ويو ۽ باقي فوج واپس اومان ڏانهن موٽي وئي. ٻيو حملو بنو اميه جي خليفي وليد پهرئين جي دور ۾ عبدالله بن نبهان السلميءَ جي ڪمان ۾ ٿيو، جنهن ۾ عبدالله بن نبهان قلعي ٻاهران مقابلي ۾ مارجي ويو. ٽيون حملو بديل بن طهفة البجلي ڪيو، جيڪو پڻ ديبل جي فوج هٿان شڪست کائي مارجي ويو.“ چچ نامي جو بيان ٻئي حملي بابت مختلف آهي، جنهن مطابق ”اهو بديل بن طهفة البجلي هو، جنهن ٻيو حملو ڪيو هو ۽ عبدالله بن بجلي سنڌ ۾ ڪونه آيو هو.“ ”عربن جو ٽيون حملو محمد بن قاسم جي هٿ هيٺ ٿيو، جنهن ۾ ديبل جو شهر تباهه ڪري قلعي تي قبضو ڪيو ۽ اڳ ۾ مليل شڪستن جو بدلو ورتو ويو. عربن جي دور ۾ سڄو عرصو ديبل وڏي شهرت وارو بندر ۽ اهم مرڪز رهيو. سنڌ جو ان وقت اهوئي واحد ساموندي بندر هو. پر ان جي بيهڪ سنڌو درياهه کان گهڻو فاصلي تي هئي. ديبل سمنڊ جي ڪناري تي اهڙي هنڌ ٻڌل هو، جو سمنڊ جون لهرون ان جي قلعي جي پيتين سان ٽڪرائينديون رهنديون هيون. اهو شهر واپار جو وڏو مرڪز هو ۽ ان جي آبادي گهڻي هئي. پاڻيءَ جا جهاز اوله توڙي اوڀر جي ملڪن مان مال سان ڀرجي اتي اچي لنگر انداز ٿيندا هئا، ان ڪري واپاري شين جي هرڪا جنس اتي موجود هئي. عرب جاگرافيدانن ڄاڻايو آهي ته، ”ديبل جو شهر سٺي نموني ٺهيل هو ۽ شاهوڪار شهرن ۾ شمار ڪيو ٿي ويو. اهو شهر جابلو علائقي ۾ ٺهيل هو. ان جي پسگردائي غير آباد هئي.“ البلاذريءَ لکيو آهي ته، ”ديبل جي آسپاس اٽڪل هڪ سئو ڳوٺ هئا. عرب ليکڪن مطابق ديبل واپارين ۽ سوداگرن جو مرڪز هو، جيڪي گهڻو ڪري غير مسلم هئا. چچ نامي ۾ آهي ته، ”ديبل جو مندر 40 وال اپو هو ۽ ان جي مٿان ٺهيل قبو پڻ 40 وال اپو هو.“ اروڙ جو شهر سنڌ جي ٻڌ حڪمرانن جو صدين تائين گاديءَ وارو هنڌ رهيو هو. ان جي بيهڪ هاڻوڪي روهڙي شهر کان پنجن ميلن تي ٿيندي. چچ نامي جو بيان آهي ته ”اروڙ جو شهر هڪ نهايت ئي خوبصورت جاءِ تي ٺهيل هو ۽ ان ۾ عاليشان جايون، مندر، باغ ۽ نهرون هيون. انهي جي چوڌاري پڪي ديوار ڏنل هئي ۽ منجهس سير ۽ تفريح جو خاص انتظام ٿيل هو. عربن جي حملي وقت انهيءَ شهر جو حاڪم راجا ڏاهر جو پٽ ڳوپي هو، جنهن کي شهرين جي غداريءَ سبب فوج سميت قلعو خالي ڪرڻو پيو. جڏهن ته برهمڻ آباد شهر کي اڄا تائين ڪنهن به کنڊر سان پڪي مشابهت نه ڏني وئي آهي. ڪن ليکڪن ان کي دلور جي ڀڙي سان ته ڪن وري ڏيپر گهانگهري جي کنڊرن سان ڳنڍيو آهي، جيڪي ٻئي تعلقي سنجهوري ۾ آهن. سيوستان يا سيوهڻ ملتان، وانگر سنڌ جو نهايت قديم شهر آهي. سيوستان کي سنڌيمانه سان تشبيهه ڏني وئي آهي، جنهن جو راجا، سڪندراعظم سان جنگ ڪرڻ بدران جبل ۾ لِڪي ويو هو. اهو شهر راجا سامس جي گاديءَ جو هنڌ هو. عربن جي سنڌ تي حملي ڪرڻ وقت سيوستان قديم سنڌ جي هندو حڪومت جي هڪ صوبي جو تختگاهه هو ۽ نهايت ئي شاهوڪار ۽ گهڻي آبادي وارو شهر هو. ان وقت اتي گورنر ٻڌ مذهب جو هڪ شمني (پوڄاري) هو. جنهن پنهنجي راجا خلاف حجاج بن يوسف سان سازباز ڪئي هئي، ان ڪري محمد بن قاسم هڪ معمولي فوج موڪلي شهر تي قبضو ڪيو. چچ نامي ۾ آهي ته ”سيوستان جو گورنر چندرام هو. جنهن سان ٻڌ شمني ٺڳي ڪري قلعو عربن جي حوالي ڪيو.“ عربن جي دور ۾ سيوستان کي خاص اهميت مليل هئي. عربن جي حملي کان اڳ، وارن آباد شهرن کانسواءِ عربن قبضي بعد ڪجهه شهر ٻڌرايا، جن ۾ هڪ بانيه پڻ هو. محققن جي راءِ مطابق بانيه شهر سنڌ جي عرب حاڪمن جي رهائشگاهه هو. جيڪو منصوره جي ڀر ۾ ٻڌل هو. جڏهن ته ڪن محققن مطابق اهو شهر عمر بن عبدالعزيز هباريءَ پنهنجي گورنريءَ جي دور ۾ ٻڌرايو هو. ڪلري شهر لاءِ عرب ليکڪن جي لکت ملي ٿي، جنهن مطابق اهو نهايت ئي آباد، سرسبز ۽ سنڌ جي شاهوڪار حصي ۾ ٺهيل هو. سنڌ جي محققن انهيءَ شهر کي سڪرنڊ جي اوڀر ۾ هڪ ننڍڙي ڳوٺ سان تشبيهه ڏني آهي. اهو شهر سهڻو ۽ ڪاروهنوار وارو شهر هو، جيڪو درياهه جي اڀرندي ڪناري تي ٻڌل هو. ملتان ۽ منصوره جي وچ ۾ اهو هڪ اهم شهر هو، جتان واپاري قافلن کي مال مهيا ٿيندو هو. عرب ليکڪن منصوره ۽ ڪلريءَ جي وچ ۾ هڪ ڏينهن جو فاصلو ڄاڻايو آهي. بلري شهر ڪلريءَ جي اتر ۾ مهراڻ درياهه جي ڪپي ڪپ تي ٺهيل هو، پر انهيءَ شهر کي اڄا تائين ڪنهن ماڳ سان تشبيهه ناهي ڏني وئي. عرب ليکڪن موجب ”بلري جو شهر سنڌ جي تختگاهه منصوره کان ٽن ڏينهن جي پنڌ تي هو.“ منجابري يا منجبرا نگري شهر کي ڪن ليکڪن ’منحاتري‘ پڻ لکيو آهي. الادريسي لکيو آهي ته ”منجابري جو شهر سنڌ جي بندرگاهه ديبل ۽ پنجگور جي وچ ۾ هو ۽ ديبل کان ٻن ڏينهن جي پنڌ تي هو.“ منجابري متعلق مليل اڪثر بيانن مان اندازو ٿئي ٿو ته اهو شهر نيرون جي سامهون درياهه جي ٻئي ڪپ تي ٺهيل هو. ان کانسواءِ هڪ شهر انري جو ذڪر ملي ٿو، جنهن متعلق عرب جاگرافيدانن جو خيال آهي ته اهو شهر بلري ۽ ڪلريءَ جي وچ ۾ هو ۽ ان جو فاصلو ٻنهي شهرن کان هڪ جيترو هو. عربن جي دور ۾ منصوره سنڌ جو اهم شهر هو، جيڪو عربن جو سنڌ ۾ گاديءَ جو هنڌ هو. جاگرافيدان المسعودي ڄاڻايو آهي ته ”منصوره شهر جو بنياد منصوره بن جمهور الڪلبيءَ جو رکيل آهي.“ ذڪريا قزوينيءَ جو بيان ان جي بلڪل ابتڙ آهي، جنهن لکيو آهي ته ”منصوره جو شهر عباسي خليفي ابوجعفر منصور جو ٻڌايل هو ۽ ان کي ’منصوريه ثاني‘ جو نالو ڏنو هو.“ ذڪريا قزوينيءَ جي بيان جي ابن الوردي القرشيءَ پڻ تائيد ڪئي آهي. البلاذريءَ جو بيان آهي ته ”منصوره جو باني عمرو بن محمد بن قاسم هو ۽ اهو شهر بنو اميه دور جي سنڌ جي گورنر حڪم بن عوانه الڪلبيءَ جي گورنريءَ ۾ ٺهرايو ويو.“ هو وڌيڪ لکي ٿو ته ”بنو اميه جي خليفي

هشام بن عبدالملڪ جي دور ۾ تميم بن زيد العتبيءَ کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو. جنهن جي ڪمزوريءَ جو فائدو وٺندي سنڌ جي ماڻهن ملڪ جو گهڻو حصو واپس فتح ڪري ورتو. جنهن سبب مرڪزي حڪومت حڪم بن عوانہ الڪلبيءَ کي سنڌ جو گورنر بنائي موڪليو ۽ هن سنڌ ۾ رهندڙ عرب قبيلن کي هڪ هنڌ گڏ ڪري شهر ٻڌي، قلعو اڏايو ۽ شهر جو نالو 'محفوظ' رکيو. اهو شهر عربن جي پناهہ جي جاءِ هجڻ سان گڏ سندن مرڪز بڻيو. جتان مقامي باغين تي حملا پڻ ڪيا ويندا هئا. حڪم بن عوانہ جي مکيہ صلاحڪارن ۾ عمرو بن محمد بن قاسم بہ هو. جنهن وڏي مهم سر ڪري گهڻا علائقا پنهنجي قبضي ۾ ڪيا ۽ پنهنجي سوڀ جي خوشيءَ ۾ درياهہ جي ٻئي پاسي منصوره جو شهر ٻڌايو." ان ڪري اڪثر ليکڪن جي راءِ مان پتو پوي ٿو تہ هي شهر محفوظ جي پر ۾ درياهہ جي ٻئي پاسي هو ۽ عمرو بن محمد بن قاسم ٻڌايو هو. منصوره جي بيهڪ بابت مختلف قياس آرايون ڪيون ويون آهن. پر محققن جي اڪثريت انهيءَ راءِ تي آهي تہ اهو شهر يا تہ برهمڻ آباد واري جاءِ تي نهيل هو يا ان جي بلڪل ويجهو هو. البلاذريءَ لکيو آهي تہ "منصوره جو شهر انهيءَ ڍنڍ يا ڍوري جي اولهندي ڪناري تي نهيل هو، جنهن جي اڀرندي ڪناري تي محفوظ جو شهر هو. اهو ڍورو هند ۽ سنڌ جي وچ ۾ سرحد تصور ڪيو ٿي ويو. اهو شهر برهمڻ آباد کان ڇهن ميلن جي مفاصلي تي ٺهرايو ويو هو." ياقوت الحموي، حمزه اصفهانيءَ جي لکت جي حوالي سان لکيو آهي تہ "منصوره در حقيقت برهمڻ آباد جو ٻيو نالو هو. ان جي بيهڪ 93 ڊگريون اتر اوڀر ۽ 22 ڊگريون ڏکڻ اوڀر تي هئي ۽ درياهہ (مهراڻ) جي هڪ شاخ ان کي ڦيرو ڏئي، ان کي ٻيٽ مثل بنائي ڇڏيو هو." ابو اسحاق الاصطخريءَ ڄاڻايو آهي تہ "منصوره جو سنڌيءَ ۾ نالو برهمڻ آباد آهي. اهو شهر هڪ ميل ڊگهو ۽ هڪ ميل ويڪرو آهي ۽ ان جي چوڌاري مهراڻ نديءَ جو وهڪرو آهي." ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ لکيو آهي تہ "محققن جي انهن بيانن مان ثابت ٿئي ٿو تہ منصوره ۽ برهمڻ آباد هڪئي شهر هڪ ئي موقعي تي ٻڌل هئا، يا هڪٻئي کي ايترو ويجهو هئا، جو ڪين ساڳئي نالي سان سڏيو ٿي ويو." جاگرافيدان الادريسيءَ ڄاڻايو آهي تہ "منصوره واپار جو مرڪز هو. اتي غير ملڪي ۽ ملڪي جنسن جو وڏو واپار ٿيندو هو."

ايم. ايڇ. پنهور هن دور بابت مجموعي راءِ ڏيندي لکي ٿو تہ بنو اميہ جا نوَ گورنر (712-751)، ۽ بنو عباس جا چوٽيهہ گورنر (751-854ع)، سنڌ جي واهن، آبپاشي نظام ۽ واهن ۾ ايندڙ واري يا مٽيءَ جهڙن مامرن کان اڻ واقف هئا. انهن کي مقرر ٽيڪس اوڳاڙيءَ لاءِ موڪليو ويندو هو. ٽيڪس جي مقرري دمشق بغداد جي مرڪزي دفتر خزانہ مان ٿيندي هئي. ان ڪري مقامي سطح تي بغاوتون ٿينديون هيون. ان ڪري گورنرن مان گهڻ تعداد ۾ مارجي ويا. ڪي ڊسمس ٿيا. ڪن کي تہ باغين نظربند بہ ڪيو. چند گورنر اهڙا هئا، جي عزت آبرو سان موٽي ويا. سراسري طرح اهي ساڍا ٽي سال گورنري ماڻي سگهيا. ان ڪري نہ تہ اهي نهري نظام کي سمجهي سگهيا، نہ وري خود سنڌ کي. البت هبارين جو 157 سالا دور ساراهہ جوڳو آهي. انهن نہ رڳو سنڌ جي انتظام کي ضابطي ۾ آندو پر هر بگڙيل شيءِ کي سڌاريو. ان ڪري ماڻهو هباري حاڪمن مان خوش هئا. *(ايم. ايڇ. پنهور، سنڌ جو پوليس نظام (انگريزي)، ص: 5-8، گراس روٽس، 2004-2005ع)*

## سنڌ ۾ سومرن جو دور

سنڌ جي مسلم دور جي تاريخ ۾، سومرن جي دور بابت لکڻ ڏکيو ڪم آهي. سنڌ جي ممتاز عالم ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي، فيبروري 1954ع ۾ پشاور ۾ منعقد ٿيل The Second Session of the Pakistan Historical Record and Archives Commission. سيمينار ۾ 'A Dark Period in the History of Sindh' عنوان سان هڪ مقالو پڙهيو هو. جنهن ۾ ڊاڪٽر راءِ ڏني هئي تہ: "سنڌ جي اتهاس ۾ سومرن جو دور، اونداهو دور آهي، جنهن تي لکڻ تمام مشڪل ڪم آهي." ان کانپوءِ خاص ڪري **پير حسام الدين راشدي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ** هن دور تي نئون مواد آندو. جنهن کي استعمال ڪندي ايم. ايڇ. پنهور، سومرا دور تي انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب لکيو. جنهن جو نالو آهي: "Soomra Kingdom of Sindh" (1011-1351). اهو ڪتاب پوءِ سنڌي زبان ۾ 'تصوير سنڌ' (2012) نالي سان پڻ ڇپجي ظاهر ٿيو. حقيقت ۾ اڄ بہ سومرن جي سياسي تاريخ لکڻ مشڪل ڪم آهي. البت ان دور جي ثقافتي، ادبي ۽ علمي تاريخ متعلق تصديق شده مواد ملي ٿو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي سهيڙيل لوڪ ادب وارو ڪم (سومرا دور I & II جلد ۽ دودو سومرو 1-2 جلد) بنا ڪنهن شڪ شبهي جي هڪ يادگار ڪم آهي، پر ان کي سومرا دور جي تاريخ سڏي نہ ٿو سگهجي. سومرا دور تي ڪم ڪندي هيٺيان سوال سامهون اچن ٿا:

(1) سومرا ڪير هئا؟
(2) سومرا خاندان بادشاهي ڪيئن ورتي؟
(3) سومرا بادشاهن جا نالا، تعداد ۽ صحيح دور؟
(4) سومرا مذهب جي لحاظ کان ڪير هئا؟
(5) سومرن جا تختگاهہ ڪڏهن ۽ ڪٿي رهيا؟
(6) سومرن حاڪميت ڪيئن وڃائي؟

اهي ۽ ٻيا اهڙا سوال، موضوع تي لکندي ايرن ٿا.

**سنڌ جي تاريخي ماخذن ۾ ڪجهہ ذڪر:**

حقيقت ۾ سنڌ ۾ سومرا راڄ، تاريخ ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. عربن جي ٽن صدين جي غير سنڌي راڄ کانپوءِ، سومرن جي صورت ۾ سنڌ کي پنهنجو ديسي راڄ مليو هو. جنهن دور جا سنڌي سماج، زبان، ادب ۽ ثقافت تي گهرا اثر پيا هئا. بدقسمتيءَ سان ماخذن جي کوٽ ۽ انهن ۾ ڏنل اڻپوري مواد سبب، سنڌ جي سومرن جي تاريخ درست نموني لکجي نہ سگهي آهي، بلڪ اڻپوري مواد، تاريخ لکڻ ۾ مشڪلاتون وڌايون آهن. هتي سومرا دور جي ماخذن جو مختصر ذڪر ڪجي ٿو:

سنڌ ۾ سومرن جو دور

**تاريخ معصومي:** سن 1600ع (1009ھ) ۾ بکر/ سکر جي رهاڪو مير محمد معصوم بکريءَ 'تاريخ معصومي' نالي فارسيءَ ۾ ڪتاب لکيو. سنڌ جي اتهاس بابت چچنامي کانپوءِ هي ٻيو قديم تحريري ماخذ آهي. مير معصوم بکريءَ، پنهنجي ڪتاب ۾ ڪل نوَن (09) **سومرن بادشاهن/ حاڪمن** جا نالا ڏنا آهن.

**منتخب التواريخ:** اٽڪ جي رهاڪو محمد يوسف 'منتخب التواريخ' نالي هڪ تاريخي ڪتاب سن 1065ھ/ 1655ع ۾ لکيو هو. ٺٽي جي شيخ عبدالشڪور هن ڪتاب مان خاص ڳالهين جي چونڊ ڪري، هڪ ڪتاب **'انتخاب منتخب'** سن 1084ھ/ 1673ع ۾ تيار ڪيو ۽ ان ۾ سنڌ جي تاريخ بابت به ڪجھ ڳالهين جا واڌارا ڪيائين.

*(غلام محمد لاکو: 'سنڌ جو تاريخي ۽ تحقيقي جائزو'، ص: 242-248، 1997ع)*

مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي ڪتبخاني ۾ 'انتخاب منتخب' جو قلمي نسخو موجود هو. پير حسام الدين راشدي 'تحفة الڪرام' (فارسي) ۾ هن نسخي جي مدد سان ويهن (20) **سومرا حاڪمن** جي لسٽ مهيا ڪئي آهي:




نوٽ: همير جي قتل کان پوءِ اٺ سمون سنڌ جو حاڪم ٿيو
(ماخذ: **تحفة الڪرام**، راشدي ايڊيشن، فارسي، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو، 1971)

**تحفة الڪرام:** هي ڪتاب نامور تاريخدان مير علي شير قانع، ٺٽي ۾ 1767ع ڌاري لکيو هو. جنهن جو ٽيون جلد سنڌ جي تاريخ بابت آهي. مير علي شير قانع، سومرن بابت لکندي **'انتخاب منتخب'** (منتخب التواريخ) تان مدد ورتي هئي، هن **اوڻيهن** (19) **سومرن بادشاهن** جا نالا ڄاڻايا آهن.

**دولت علويہ:** هي ڪتاب سومرن جي تاريخ بابت لکيو ويو آهي. **تعلقي** ٺل (ضلعي جيڪب آباد) جي مولوي عبدالرحيم سومري هي ڪتاب فارسيءَ ۾ 1340ھ/ 1922ع ڌاري لکيو هو. بعد ۾ ساڳئي سال ۾ ان جو سنڌي ترجمو به ڪيائين، جيڪو ڇپجي ظاهر ٿيو. هي ڪتاب تحقيق بجاءِ ذاتي ٻڌ سُڌ جي بنياد تي لکيل آهي، جنهن ۾ خاص مقصد اهو ظاهر ٿئي ٿو ته سومرا سنڌي نه، پر عرب نسل سان تعلق رکن ٿا. هن **ايڪيهن** (21) **سومرن حاڪمن** جا نالا ڏيئي، سندن سنڌي نالن کي به عربي روپ ڏنو آهي. هن ڪتاب (دولت علويہ) جو نئون ڇاپو گلشن پبليڪيشن حيدرآباد شايع ڪيو آهي. البت ان جو فارسي متن ڇپجي نه سگھيو آهي ۽ هن وقت اڻلڀ آهي.

مٿين ڪجھ مکيہ ماخذن جي ذڪر کانپوءِ، هيٺ سومرا دور بابت اڀرندڙ ڪجھ سوالن جا جواب ڏجن ٿا:

**سومرا ڪير هئا؟** هن عنوان تي تمام گھڻو بحث ٿيو آهي. ايترو بحث سنڌ جي ڪنهن به ٻئي حڪمران خاندان جي حسب نسب تي نه ٿيو آهي. **مير محمد معصوم بکريءَ** ('تاريخ معصومي'، سنڌي، ص 98-99) ۾ سومرن جي اصليت بابت ڪجھ به نه لکيو آهي. البت هن خاندان جي 09 (نون) حاڪمن جا نالا ڏنا آهن. ٻئي قديم تاريخي ماخذ **'تاريخ طاهري'** (سنڌي، ص: 39) جي ليکڪ مير طاهر محمد نسيانيءَ لکيو آهي ته، سومرا اڻ پڙهيل ۽ هندو هئا. هي پاڻ کي راج ڀاڳ جو اڳواڻ ۽ سرواڻ سمجھندا ۽ سڏائيندا ٿي رهيا. ڪلهوڙا دور ۾ لکيل تاريخي ڪتاب **'تحفة الڪرام'** جي محقق مير علي شير قانع به هن عنوان تي قلم کنيو آهي ۽ هُو لکي ٿو ته سومرن جي بنياد بابت ڪا ثابتي ڪانہ آهي. هي 'سامره' جا عرب آهن، جيڪي سنڌ ۾ هجري چوٿين صديءَ ۾ آيا هئا. (سنڌي ڇاپو، ص: 95). سومرن بابت هڪ نرالي راءِ ويهين صديءَ ۾ **مولوي عبيدالله 'شائق'** ڏني هئي. هن لکيو هو ته سومرا قوم جو مورث اعليٰ حضرت موليٰ علي ڪرم الله وجهه آهي. تنهنڪري کين 'علوي' چئي سگھجي ٿو. سومرن جو سلسلہ نسب حضرت عليءَ جي نامدار جليل القدر فرزند امام **محمد حنيفہ** رضہ سان ملي ٿو. *(دولت علويہ، ص: 23)* سومرن جي راجپوت هجڻ بابت **'تاريخ ريگستان'** (ڀاڱي پهرئين) جي مصنف، استاد رائچند (رائوڙ) هريجن مفصل بحث ڪندي اٽڪل روءِ 16 ليکڪن ۽ محققن جا حوالا ڏنا آهن. (ص: 60-62) **مختلف عالمن سومره** (سومرن) جي عراق جي شهر **'سامره'** مان اچڻ تي بحث ڪندي، ان راءِ کي رد ڪيو آهي ته ڪو سومرا اصل ۾ عرب نسل سان تعلق رکن ٿا. سن 2003ع ۾ ايم. ايڇ. پنهور جو سنڌ جي سومرا دور جي تاريخ تي هڪ

انگريزي ڪتاب 'Soomra Kingdom of Sindh' ڇپيو هو، جنهن ۾ هن هيءَ راءِ ڏني آهي ته هي قبيلو اصل سنڌ جو آهي ۽ ان جي هندو راجپوت هجڻ ۾ ڪو به شڪ نه هئڻ ڪپي. ڪتاب جو سنڌي ڇاپو 'تصوير سنڌ' 2012ع ۾ ڇپيو آهي، جنهن مان خبر پوي ٿي ته ڪڇ، گجرات ۽ راجستان ۾ اڄ به سومرا آباد آهن ۽ اهي هندو آهن. ان پسمنظر ۾ حقيقت وڌيڪ صاف ٿي سامهون اچي بيٺي آهي، ته سومرا عرب نه، پر مقامي راجپوت نسل هئا.

موجوده دور جي وڏن عالمن ۽ محققن ۾ جي. ايم. سيد، پير حسام الدين راشدي، رائچند راٺوڙ، محمد ابراهيم جويو ۽ ايم. ايچ. پنهور، سومرن جي راجپوت هئڻ تي متفق آهن. البت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هن راءِ ڪي هٿي ڏني آهي ته، سومرا راجپوت نه، پر اصل ۾ عرب آهن، جڏهن ته تاريخي تناظر ۾ ڏسجي ٿو ته سومرا، سنڌ ۾ عرب حاڪميت جي ڪنهن مرحلي تي اسلام قبول ڪري، مسلمان ٿيا هئا. **هباري دور** (855-1010ع) ۾ سومرا، اقتداري ڈر ڪي وڌيڪ ويجها ٿيا ۽ پوءِ اقتدار ۾ شامل ٿي مکيه عهدا حاصل ڪيائون. هبارين جي خاتمي تي سنڌ جا حاڪم سومرا ٿيا. ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته 'سومرا' ڏهين/ يارهين صدي عيسويءَ ۾، سنڌ اندر هڪ وڏي سياسي طاقت جا مالڪ هئا.

**سومرن جو اقتدار ۾ اچڻ:** سومرا قبيلو اقتدار ۾ ڪڏهن ۽ ڪيئن آيو؟ اهو سوال حل طلب آهي. ڪنهن به قديم تاريخي ماخذ ان سوال جو مطمئن ڪندڙ جواب نه ڏنو آهي. مير معصوم بکريءَ لکيو آهي ته، سومرن ٿريءَ جي آسپاس گڏ ٿي سومري نالي هڪ شخص کي حڪومت جي گاديءَ تي ويهاريو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 98)* البت ڪهڙي سال ۾ ۽ ڪيئن سومرا اقتدار ۾ آيا، ان متعلق مير معصوم بکري خاموش آهي.

ان کانپوءِ سنڌ جي تاريخ جي هڪ ٻئي ماخذ **'بيگلارنامه'** واري به سومرن جي اقتدار بابت چند سٽون ٿي لکيون آهن. هن ڪتاب ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته، ڪجهه ڏينهن کانپوءِ وري ساري سنڌ سومرن جي هٿ ۾ آئي، جن پنج سؤ ورهيه سنڌ تي حڪومت ڪئي ۽ پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ٿشبور ڪيو هئائون. *(بيگلارنامه، سنڌي، ص: 4)* ڪتاب لکندڙ سن ۽ سال نه ڏنا آهن. سيد طاهر محمد نسياني لکي ٿو ته سومرا اڻ پڙهيل ۽ هندو هئا. هي پاڻ کي راج ڀاڳ جو اڳواڻ ۽ سرواڻ سمجهندا ۽ سڏائيندا هئا. سندن هڪ سرواڻ عمر سومرو به هو، جنهن جي حڪمرانيءَ جي عرصي بابت پوري ڄاڻ نه پئجي سگهي آهي.

پر اڳ ۾ بيان ٿي آيل انگن اکرن موجب اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته، هي به انهيءَ سموري دور (800 هه- 843هه) اندر پنهنجي وقت جو وڏو حاڪم ۽ ٽِڪي (خاص نشان) وارو هو. *(تاريخ طاهري، سنڌي، ص:39)*

ان کانپوءِ 'تحفة الڪرام' نالي مشهور تاريخي ڪتاب ۾ به سومرن بابت مواد موجود آهي. ڪتاب جو مصنف مير علي شير قانع لکي ٿو ته، هن قوم جي ڪن ماڻهن جو غلبو (سنڌ جي) زمين جي ڪجهه حصي تي، درحقيقت هن کان اڳ ۾ پڻ هو. جيئن ته سندن خودمختياريءَ جي ڏينهن سميت، هنن ماڻهن جي (حڪومت جو) سمورو عرصو پنج سؤ پنج سال لکيو ويو آهي. اهو هن ڪري، جو بني عباس جي پوئين گورنر آل تميم کانپوءِ، هنن مان گهڻن جو دخل ڏسي، تاريخدانن جي هڪڙي ٽوليءَ هن قوم (قبيلي) جو زمانو (انهيءَ وقت کان) لکيو آهي، پر جنهن صورت ۾ انهيءَ وقت ۾، جيئن بيان ٿي آيو، سنڌ جي گهڻي ڀاڱي جي حڪومت غزنوين ۽ غورين جي هٿن ۾ هئي، تنهنڪري هنن [سومرن] جو راڄ انهيءَ وقت کان وٺي لکيو اٿن، جنهن وقت کان هي ٻئي ڪنهن جي پاڻيواريءَ کان سواءِ متصرف ٿيا. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 91-94)*

سنڌ جي قديم تاريخي ماخذن جي سلسلي جو آخري ڪتاب **'لب تاريخ سنڌ'** آهي. هي ڪتاب خداداد خان فارسي زبان ۾ لکيو هو ۽ 1900ع ۾ امرتسر مان ڇپرايو هئائين. خداداد خان هن ڏس ۾ لکي ٿو ته سنڌ جون ڪي تاريخون جهڙوڪ: 'طاهري نسياني' ۽ مختصر هندي تاريخون لکن ٿيون ته سومرا هندو هئا. تحفة الڪرام جو مؤلف لکي ٿو ته، سومرا، هندو آهن يا مسلمان، مگر دراصل 'سامره' جي عربن مان آهن، ۽ اها به يقيني ڳالهه آهي ته قديم سنڌ جا رهاڪو آهن ۽ ڪاشتڪاري ۽ زميند اري ڪندا آهن. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي، ص: 48-49)* وڌيڪ لکي ٿو ته، مٿي ڄاڻايل عرصي ۾ (جڏهن ملڪ جي اندر انتشار هو) سومرن 'ٿري' شهر جي اوسي پاسي کان، جنهن جو وجود اڄڪلهه ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي، ماڻهو گڏ ڪري ۽ هندستان جي مختلف هنڌن تي برپا ٿيل فسادن جو موقعو وٺي **'سومري'** نالي هڪ شخص کي ٺٽي جي ويجهڙائيءَ ۾ تخت تي ويهاريو. سومرو تمام سهڻي نموني سان حڪومت ڪري گذاري ويو. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي، ص:49)*

مولوي عبيدالله 'شائق' پنهنجي ڪتاب 'دولت علويه' ۾ سومرن جي اقتدار ۾ اچڻ جو، نه سمجهه ۾ اچڻ جهڙو داستان جوڙيو آهي. البت سندس بيان ڪيل سومرا بادشاهن جا نالا، مناسب جاءِ تي ڏنا ويندا.

مٿي هن خاندان جي حڪومت ۾ اچڻ بابت جيڪي رايا ڏنا آهن، تن مان ڪا خاص ڄاڻ نه ٿي ملي. سومرن حڪومت ڪيئن ورتي، ڪنهن کان ورتي، ڪهڙي سال ۾ ورتي، وڙهي ورتي يا اٽڪل بازيءَ سان سنڌ جي بادشاهي هٿ ڪئي؟ اهي سڀ مسئلا، اڄ به حل طلب آهن. البت سنڌ جي نامور محقق پير حسام الدين راشدي، هن ڏس ۾ بنهه نئين تحقيق پيش ڪئي آهي. راشدي مرحوم عرب گورنرن ۽ حاڪمن جي پهريون پيرو مفصل ۽ معتبر لسٽ تيار ڪري ڇپرائي. هباري حاڪمن جي لسٽ ڏيندي اٺين نمبر حاڪم جو نالو 'خفيف' لکيو اٿس، ۽ اُن جو دور 401هه/ 1010ع- 416هه/ 1025ع ڄاڻايو اٿس. راشدي صاحب وضاحت ڪندي لکي ٿو ته، هي پهريون سومرو حاڪم آهي، جيڪو پوءِ محمود غزنويءَ جي هڪ حملي ۾ مارجي ويو هو *(تحفة الڪرام، فارسي، ص: 624، سال 1971ع)* جيتوڻيڪ هن تحقيق ۾ ڪو به شڪ شبهو نه آهي. ان هوندي به هيءَ خبر نه ٿي پوي ته خفيف اقتدار ۾ ڪيئن آيو؟ پوءِ جي دور ۾ (1971ع کانپوءِ) اڪثر محققن هن راءِ کي قبول ڪندي مڃتا ڏني آهي.

**سومرن جو مذهب:** جيڪڏهن سومرن جي اصليت ’علوي‘ قبول ڪجي ته پوءِ ته معاملو ازخود ختم ٿي وڃي ٿو. ڇو ته ان موجب اهي جائي ڄم کان ئي سنڌ ۾ وارد ٿيڻ سان ئي مسلمان هئا. *(دولت علويه)* پر اڪثر محقق هن ڳالهه تي متفق آهن ته، سومرا اصل ۾ هندو راجپوت هئا، جيڪي عرب دور ۾ يا عربن جي اچڻ سان اسلام قبول ڪري مسلمان ٿيا هئا.

ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ جي تحقيق موجب هباري دور ۾، قرمطي اسماعيلي اثر ملتان ۽ منصوره (سنڌ) جي حدن ۾ قبول ڪيو ويو هو ۽ هتي جا حڪمران يا ته قرمطي يا وري اسماعيلي عقيدي جا پوئلڳ ٿي چڪا هئا. انهن کي ملحد تصور ڪري محمود غزنويءَ 416هه/ 1025ع ۾ سنڌ جي تختگاهه منصوره تي حملو ڪيو ۽ ان حملي ۾ خفيف مارجي ويو. *(تاريخ سنڌ، عرب دور، باب 16، مختلف صفحا)*

ان مان ظاهر ٿيو ته سنڌ جا سومرا مسلمان ٿيڻ کانپوءِ ۽ عباسي (بغداد جي خليفن) حاڪمن جي ڪمزوريءَ ۽ مصر ۾ فاطمي طاقت وڌڻ کانپوءِ اسماعيلي شيعا ٿي چڪا هئا. بهاءُ الدين زڪريا، ملتان جو نامور صوفي بزرگ ٿي گذريو آهي، جنهن جي وفات 1258ع ۾ ٿي هئي، اُن سومرن کي سُني مسلڪ ۾ آندو هو. ايم. ايڇ. پنهور صاحب جي خيال ۾ بهاءُ الدين زڪريا جي تبليغ جو اثر آهستي آهستي ٿيو هو. سيد جلال بخاري ۽ مخدوم جهانيه جهان گشت جو ڪردار به ان ڏس ۾ ذڪر لائق آهي، جنهن سنڌ ۾ سُني مسلڪ ۽ تصوف جي واڌ ويجهه ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو. *(ايم. ايڇ. پنهور: تصوير سنڌ، ص: 185، 2006ع)* ان ريت خبر پوي ٿي ته سومرا حاڪم وقت ۽ حالتن جي حساب سان فرقو مٽيندا رهيا هئا.

سومرن حاڪمن جي مذهب ۽ عقيدي بابت تاريخ طاهريءَ جي مصنف عجيب غريب ڳالهيون لکيون آهن. جن جي ورجائڻ جي ڪا ضرورت نه آهي.

**سومرا حاڪم ۽ سندن حڪومتي دور:** هي سوال به گهڻو پيچيدو آهي. قديم دور جي مؤرخن وٽان هن ڏس ۾ ڇڙوڇڙ مواد ملي ٿو. ’تاريخ معصومي‘ سومرن جي دور بابت پهريون مقامي ذريعو (source) آهي، جنهن ۾ چند سٽون موجود آهن. مصنف سندن زماني بابت نه ٿو لکي، البت نوَن (09) بادشاهن جا نالا ڏئي ٿو *(تاريخي معصومي، سنڌي، ص: 98-99)*

ادراڪي بيگلاريءَ صرف ايترو لکيو آهي ته، سومرن 505 سال بادشاهي ڪئي. *(بيگلار نامه، سنڌي، ص: 4)*

طاهر محمد نسياني لکي ٿو ته، حڪمرانيءَ جي عرصي بابت پوري ڄاڻ نه پئجي سگهي آهي. سومرن جي حڪومت جي پڄاڻي ٿي ته سمن جو وارو آيو. جن 849هه کان 927هه تائين حڪومت ڪئي. *(تاريخ طاهري، سنڌي ترجمو ص: 39، ص: 59)*

ابو الفضل هندستان جو هاڪارو مؤرخ ٿي گذريو آهي، اُهو لکي ٿو ته سومرا راجپوت هئا، جن 500 سال راج ڪيو ۽ منجهن 36 (ڇٽيهه) بادشاهه ٿيا. *(آئين اڪبري، انگريزي، ص: 827)*

مغل دور ۾ محمد يوسف اٽڪيءَ ’منتخب التواريخ‘ نالي هڪ تاريخي ڪتاب لکيو جنهن ڪتاب جو مٿي مختصر تعارف ڏنو ويو آهي. نامور عالم پير حسام الدين راشديءَ ’تحفةالڪرام‘ ايڊٽ ڪندي، سومرن تي گهڻو مواد گڏ ڪيو آهي. البت پاڻ ’منتخب التواريخ‘ کي وڌيڪ اهميت ڏيندي، ان ڪتاب ذريعي سومرن سلطانن (حاڪمن) جا نالا ۽ دور به نروار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. پير صاحب لکي ٿو ته سومرو 445هه ۾ پهريون حاڪم ٿيو. هن ويهن (20) بادشاهن جا نالا ڏيندي لکيو آهي ته سومرن جو آخري حاڪم همير سومرو هو، جيڪو 820هه ۾ قتل ٿيو. پير صاحب وڌيڪ لکي ٿو ته هن ڪتاب ۾ 22 سومرن بادشاهن جا نالا ڇپيا وڃن ٿا، پر مون کي مليل نسخي ۾ ويهه نالا درج ٿيل آهن. *(تحفة الڪرام، فارسي، ص: 484-486)* ياد رهي ته هي نسخو اصل ۾ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي ملڪيت هو، پر ان وٽ اصل ڪتاب بجاءِ ’انتخاب منتخب‘ نالي مختصر قلمي نسخو هو. *(غلام محمد لاکو: انتخاب منتخب، سنڌ جي تاريخ جو هڪ، مهراڻ، نمبر 1، سال 1986ع)*

مير علي شير قانع ٺٽوي ’تحفة الڪرام‘ لکڻ وقت سومرن جي تاريخ بابت محمد يوسف اٽڪيءَ جي ڪتاب ’منتخب التواريخ‘ تان مدد ورتي آهي. مير قانع سومرا حاڪمن ۽ سندن دور جي نشاندهي به ڪئي آهي. خداداد خان، سنڌ جو آخري تاريخي ڪتاب فارسيءَ ۾ لکيو ۽ 1900ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو هو. لکي ٿو ته، سومرن 801هه/ 1398ع کان 875هه/ 1470ع تائين حڪمراني ڪئي. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي، ص: 48، ص: 54)* هتي انگريز مصنف برٽن جي راءِ ڏيڻ به غلط نه ٿيندي، جيڪو لکي ٿو ته، جڏهن محمود (غزنويءَ) جي پونين (1186ع) افغان حڪمرانن، غورين جي اڳيان سر جهڪايو، تڏهن به هنن (سومرن) پنهنجو اقتدار برقرار رکيو هو. سندن گهراڻي ۾ ويهه حاڪم ٿيا. هنن ڪڇ تي پڻ قبضو ڪيو ۽ اٽڪل 660 ورهين جي عرصي تائين حڪومت ڪئي. *(سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون، سنڌي، محمد حنيف صديقي، ص: 15)*

جيتوڻيڪ ويهين صديءَ جي ابتدا کان، سومرن ۽ سمن جي اقتدار بابت نئين سوچ ۽ نئون مواد اچڻ شروع ٿي چڪو هو. پر پوءِ به عبدالغني عبدالله مرحوم، سومرن بابت پراڻي ۽ فرسوده راءِ ڏيندي لکيو هو ته هن خاندان 700هه/ 1300ع کان 843هه/ 1439ع تائين حڪومت ڪئي. *(تاريخ سنڌ، پاڳوٽيون، ص: 71، سنڌالاجي، 1984ع)*

هتي مختلف لکندڙن جي راءِ گڏ ڪري پنهنجي درست اپياس جي راهه هموار ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي ٿي. البت مٿي ڏنل ڄاڻ جي بنياد تي، سومرا دور جي درست تاريخ جوڙڻ هڪ مشڪل ڪم آهي.

سومرن جي دور جي سنڌ جي تاريخ کي سمجهڻ لاءِ مرزا قليچ بيگ جي ٻن جلدن (جلد 1، 1900ع، جلد 2، 1902ع) ۾ ڇپرايل انگريزي ڪتاب ’A History of Sindh‘ (سنڌ جي تاريخ) گهڻي مددگار ثابت ٿئي ٿي. سوال ٿو اڀري ته سومرا دور ڪڏهن شروع ٿيو ۽ ڪڏهن ختم ٿيو؟ مٿي ڏنل سمورا حوالا معاملي کي سلجهائڻ بدران منجهائين ٿا. پر مرزا قليچ جي ڪتاب ’A History of Sindh‘ (ص: 36) اچڻ کانپوءِ (1902ع) پهريون

پيرو سنڌ ۾ سومرا دور جي تاريخ درست رُخ ۾ نروار ٿيڻ شروع ٿي. مرزا قليچ بيگ جي تاريخ جي اڀياس کانپوءِ، لکندڙن جو جيڪو گروپ تيار ٿيو، ان ۾ محمد حنيف صديقي، مولانا دين محمد وفائي، پيرعلي محمد راشدي، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو ۽ پير حسام الدين راشديءَ جا نالا نمايان آهن. قيام پاڪستان (1947ع) کانپوءِ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پڻ سنڌ جي تاريخ جي اڀياس واري هن ڪم ۾ شامل ٿي ويو.

هتي هن ڳالهين جي وضاحت ذريعي **'سومرن حاڪمن ۽ سندن حڪومتي دور'** بابت مختلف ۽ مناسب مواد ڏيڻ جي ڪوشش ڪجي ٿي.

ڊاڪٽر دائودپوٽي صاحب، 1938ع ۾ سومرا دور جي آغاز ۽ حاڪمن جي نالن تي بحث ڪيو هو *(تاريخ معصومي، فارسي، ص: 286-290، پونه 1938ع)* ڊاڪٽر صاحب 'تاريخ معصومي'، 'تحفة الڪرام' ۽ 'دولت علويه' ڪتابن تي تنقيد ڪندي، انهن جي غلطين جي نشاندهي ڪئي آهي. مرزا قليچ بيگ ڪتاب 'منتخب التواريخ' جي آڌار تي 19 (اوڻويهن) سومرن حاڪمن جي لسٽ ڏني آهي. سومرو پهريون حاڪم هو، جيڪو 1054ع ۾ مري ويو. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص: 36، نئون ڇاپو: 1982ع)* ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته سومرو 51-1050ع ڌاري حڪومت ۾ آيو هو ۽ ٽن سالن جي حاڪميت بعد جهان ڇڏيائين. ان جو مطلب ته سومرن 1050ع يا 1051ع ڌاري سنڌ جي بادشاهي ورتي. سنڌي زبان ۾ مولائي شيدائي 'جنت السنڌ' نالي پهريون جامع ڪتاب لکيو آهي. هي ڪتاب سنڌ جي تاريخ بابت آهي ۽ سنڌي ادبي بورڊ 1958ع ۾ ڇپيو آهي. ڪتاب جي محقق سومرن حاڪمن جا نالا ۽ دور، 'منتخب التواريخ' ۽ 'اي هسٽري آف سنڌ' (مرزا قليچ بيگ) تان ڪڍي پيش ڪيا آهن. *(جنت السنڌ، ص: 341-315)*

قيام پاڪستان کانپوءِ سنڌ جي تاريخ تي گهڻو ڪم ٿيو آهي. ان ڪم ۾ سومرا دور ۽ حاڪمن جي نالن ۽ زمانن کي سلجهائڻ وارو ڪم خاص اهميت رکي ٿو.

ڄاڻو محققن ۽ عالمن ابتدا ۾ طئي ڪيو ته، **سنڌ ۾ سومرا دور جو آغاز 1050ع ۾ ٿيو ۽ ان جو خاتمو 1350ع ۾ ٿيو** *(ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ، ص: 51، حيدرآباد، 1962ع)* هن راءِ کي ڪجھ وقت تائين قبول ڪيو ويو بلڪ اڃ به هي نظريو وڏيءَ حد تائين قبول ڪيو وڃي ٿو. ان ڏس ۾ وڌيڪ تحقيق تڏهن سامهون آئي، جڏهن پير حسام الدين راشديءَ 'تحفةالڪرام' (فارسي، 1971ع)، وڏيءَ تحقيق ۽ محنت سان ايڊٽ ڪري ڇپرايو. تڏهن سومرن جي سنڌ ۾ حڪومتي دور جا چاليهه سال وڌي ويا. خفيف پهريون سومرو حڪمران هو جنهن هبارين کان حڪومت ورتي. **هي واقعو 401هه/ 1010ع ۾ ٿي گذريو ان جو مطلب ته سنڌ ۾ سومرا حاڪميت جي شروعات ان سال ۾ ٿي.** (تحفة الڪرام، فارسي، ص: 624) خفيف جو ذڪر ڊاڪٽر دائودپوٽي به ڪيو هو پر ان ڏانهن ڪنهن به ڌيان نه ڏنو هو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 342)* پير حسام الدين راشديءَ جي تحقيق کي پوءِ، نامور اسڪالر ايم. ايڇ. پنهور پنهنجي ڪتاب 'ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ' (سنڌالاجي، 1983ع) ۾ بهتر انداز سان ڪتب آندو ۽ سومرن جي تاريخ کي پوريءَ ريت نروار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پنهور صاحب بعد ۾ سنڌ جي سومرا دور تي هڪ الڳ ڪتاب پڻ لکيو. سومرن بابت بنيادي طرح سان 'تاريخ معصومي'، 'منتخب التواريخ'، 'تحفة الڪرام'، ۽ 'دولت علويه' ۾ ڏنل ڄاڻ کي هتي پيش ڪجي ٿو ڇو ته سومرن بابت نه رڳو اهي بنيادي ماخذ آهن، پر هر لکندڙ انهن ڪتابن ڏانهن واجهايو آهي. 'دولت علويه' تي ڊاڪٽر دائودپوٽي جرح ڪئي آهي، جڏهن ته ڊاڪٽر بلوچ جي نظر ۾ هيءَ ڪتاب وڏيءَ اهميت وارو آهي. ان کانپوءِ ايم. ايڇ. پنهور جي تحقيق کي پيش ڪبو، جنهن جي تحقيق هن دور ۾ سومرن بابت هڪ لائق ۽ معتبر ذريعو آهي.

**تاريخ معصومي:** سومرن بابت هي بنيادي ماخذ آهي، جنهن ۾ سومرن حاڪمن جا نالا هيٺينءَ ريت ڏنل آهن. ياد رهي ته مير معصوم بکريءَ صرف نالا ڏنا آهن، سندن حڪومتي دور ۽ سالن (سن) بابت خاموش آهي:

(1) سومرو

(2) پونگر

(3) دودو

(4) تاري سومري (سنگهار سندس ڀاءُ هو پر هو صغير هو، ان ڪري تاري سومريءَ حڪومت جون واڳون سنڀاليون. بعد ۾ جڏهن سنگهار جوان ٿيو ته سنڌ جو حاڪم بڻجي ويو.)

(5) سنگهار

(6) همون سومري (سنگهار کي ڪوبه اولاد نه هو، ان ڪري سندس موت کانپوءِ سندس زال همون سومريءَ ملڪ جي واڳ سنڀالي).

(7) ڦتو

(8) خيرو

(9) ارميل *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 98-99)*

جيئن مٿي ذڪر آيو آهي ته 'تاريخ معصوميءَ' کانپوءِ 'منتخب التواريخ' ۾ سنڌ جي سومرن بادشاهن جو احوال درج آهي، ان ڪري هيٺ ان ڪتاب جو بيان ڏجي ٿو، جيڪو وڌيڪ جامع ۽ مڪمل آهي. هي ڪتاب 1056هه/ 1646ع ۾ لکيو ويو. نامور مؤرخ پير حسام الدين راشديءَ، هن ڪتاب جي مدد سان سومرن بادشاهن جي لسٽ ۽ دور هيٺينءَ ريت ڏنو آهي:

(1) **سومرو** 445هه ۾ ٿريءَ جي پرسان حاڪم ٿيو (وفات 446هه)

(2) **پونگر** 446 کان 461هه تائين

(3) **دودو اول** 461 کان 485هه تائين

(4) **تاري سومريءَ**، ڀاءُ جي ننڍي هجڻ سبب اقتدار سنڀاليو

(4 الف) **سنگهار** بي اولاد فوت ٿيو

(5) **خفيف** 500 کان 536هه تائين

(6) **عمر** 536 کان 576هه تائين (خفيف جو ڀاءُ هو)

(7) دودو ثاني 576 کان 590 ھ تائين
(8) ڀونگر ثاني 590 کان 623ھ تائين (دودي اول جي اولاد مان ھو)
(9) خيرو (ڪينئرو) 623 کان 639ھ تائين
(10) محمد طُور؟ (شايد خيري جو پٽ ھو؟) 639 کان 654 ھ تائين
(11) خيرو (ڪينئرو) ثاني 654 کان 657 ھ تائين
(12) دودو پٽ ڪينئرو 657 کان 671 ھ تائين
(13) طائي پٽ دودو 671 کان 695 ھ تائين
(14) چنيسر پٽ طائي 695 کان 713ھ تائين. هن چنيسر جي نالي *مثنوي 'چنيسر نامہ' لکي وئي هئي، جيڪا فارسي زبان ۾ آهي، جنهن کي ايڊٽ ڪري، پير حسام الدين راشديءَ 1956ع ۾ ڇپرايو هو.*
(15) ڀونگر پٽ چنيسر 713 کان 728ھ تائين
(16) خفيف پٽ ڀونگر 728 کان 746ھ تائين
(17) دودو پٽ ڀونگر 746 کان 771ھ تائين
(18) عمر سومرو پٽ؟ 771 کان 806ھ تائين
(19) ڀونگر پٽ؟ 806 کان 816 ھ تائين
(20) ھمير سومرو 816 کان 820 ھ تائين

راشدي صاحب وڌيڪ لکي ٿو ته، سومرن 445ھ کان 680ھ تائين حڪومت ڪئي *(منتخب التواريخ موجب)*، پر حساب ڪبو ته سومرن 820ھ تائين حڪومت ڪئي. ھيو ته اصل ۾ ھن ڪتاب موجب 22 (ٻاويھه) سومرا بادشاھ ٿي گذريا ھئا، پر راشدي مرحوم وٽ جيڪو ڪتاب جو نسخو ھو، ان ۾ ڪل 20 (ويھه) نالا مليا، جيڪي سنڌ جي ھن عظيم محقق درج ڪري ڇڏيا.
*(تحفة الڪرام، ايڊٽ: سيد حسام الدين راشدي، ص: 484- 486، سنڌي ادبي بورڊ، 1971ع)*

مير علي شير قانع جو معتبر تاريخي ڪتاب **'تحفة الڪرام'** سن 1181ھ/ 1776ع ۾ ٺٽي ۾ لکجي تيار ٿيو. ڪتاب جي تمام وڏي تاريخي اھميت آھي. سومرن سلطانن (حاڪمن) جو ذڪر ڪندي، مير قانع ٺٽوي 'تحفة الڪرام' جي شروع ۾ اھي 09 (نو) نالا ڏنا آھن، جيڪي مير معصوم بکريءَ 'تاريخ معصومي' ۾ ڏنا آھن. ان کانپوءِ مٿي ذڪر ڪيل 'منتخب التواريخ' جي حوالي سان ھيٺيان نالا ۽ انھن جو دور ڄاڻايو اٿس:

(1) سومرو 445ھ ۾ اقتدار ۾ آيو
(2) ڀونگر 15 سال 461ھ
(3) دودو 24 سال 485ھ
(4) سنگھار 15 سال
(5) خفيف 36 سال
(6) عمر 40 سال
(7) دودو ثاني 14 سال
(8) ڦتو 33 سال
(9) خيرو 16 سال
(10) محمد طور 15 سال
(11) خيرو ثاني ڪجھه سال
(12) دودو ٽيون، 14 سال
(13) طائي، 24 سال
(14) چنيسر 18 سال
(15) ڀونگر ثاني، 15 سال
(16) خفيف ثاني، 18 سال
(17) دودو چوٿون، 25 سال
(18) عمر ٻيو 35 سال
(19) ڀونگر ٽيون، 10 سال
(20) ھمير: ظالم ھو سمن بغاوت ڪري کيس ڪُھي ڇڏيو اھو واقعو 752ھ ۾ پيش آيو. *(تحفة الڪرام، سنڌي ڇاپو ص: 96-98)*

929ع ۾ مولوي عبيدالله 'شائق' سومرن جي تاريخ 'دولت علويہ' جي نالي سان ڇپرائي، جنھن جو ٻيو ڇاپو سن 2003ع ۾ ڇپيو آھي. مولوي مرحوم ھڪ ته سومرن کي 'علوي عرب' سڏيو آھي. ٻيو ته ھن حاڪمن جي نالن کي به عربي رنگ ۾ رڱي ڇڏيو آھي. جيتوڻيڪ سندس راءِ کي ڪا خاص اھميت ڪانھي، تنھن ھوندي به معاملي جو ٻيو رخ ھٿڻ ڪري، ان راءِ کي ھتي ڏيڻ مناسب ٿيندو:

| | |
|---|---|
| (1) سومره | ؟ |
| (2) سلطان عصام الدنيا والدين ڀونگر بن سومار | ؟ |
| (3) صمصام الدولہ دودو اول (صمصام دولہ) | 466- 481ھ |
| (4) زينب (تاري) | وفات: 491ھ |
| (5) شھاب الدين سنڪار | 491-503ھ |
| (6) فخر الملڪ ھمون | ھڪ سال |
| (7) سراج الدنيا والدين فتح خان | 504- 511ھ |
| (8) عمادالدين ولد خفيف | 511-536ھ |
| (9) جلال الدين عمر اول | 536- 556ھ |
| (10) صلاح الدين ھجو بن عمر | 556- 570ھ |
| (11) غياث الدين دائود بن ھجو | 570- 600ھ |
| (12) علاوالدين والدين خيره | 600- 619ھ |
| (13) سيف الدولہ والدين طائي | 619- 638ھ |
| (14) شمس الدولہ والدين ڀونگر ثاني | 638- 678ھ |
| (15) ڪمال الدين چنيسر | 678- 696ھ |
| (16) اسد الملة دودو اعظم | وفات: 700ھ |
| (17) سلطان ظهيرالدين بن ڀونگر ثالث | 701- 740ھ |
| (18) فخرالدين عمر ثاني | 740- 775ھ |
| (19) قمرالدين محمد طاھر | 775- 813ھ |
| (20) سلطان معين الدين ارميل | 813- 822ھ |
| (21) سلطان بھاوالدين شھمير شاھ ھمير | 822- 843ھ |

'دولت علويہ' جو مواد دلچسپ آھي، پر تاريخ جي حوالي سان گھڻ اعتماد جوڳي آھي.

حقيقت اڃ بہ اها آهي تہ سنڌ جي تاريخ ۾ سومرن جي دور جي تاريخ ترتيب ڏيڻ ڏکيو ڪم آهي، پر پير حسام الدين جي تحقيق موجب 'خفيف' پهريون سومرو حاڪم هو. *(ان جو ذڪر ڊاڪٽر دائودپوٽي بہ 'تاريخ معصومي' جي حاشين ۾ ڪيو آهي، ص: 342)* هن (خفيف) 401ھ/ 1010ع کان سومرن جو دور شروع ٿئي ٿو. سومرن جي تاريخ ڪي ايم. ايچ. پنهور وڏيڪ تحقيقي ڏاهپ سان مڪمل ڪيو آهي، ان ڪري هن وقت سندس تحقيق ئي ميڄتا جوڳي آهي:

**سومرا راڄ گهراڻي جا بادشاهہ ۽ سندن راڄ جا سَنَ**

| نمبر شمار | بادشاهہ جو نالو | عيسوي سن |
|---|---|---|
| 1 | خفيف پهريون | 1011- 1026ع |
| 2 | سومار | 1026/27- 1054/55ع |
| 3 | پونگر پهريون | 1054/55- 1068/69ع |
| 4 | دودو پهريون | 1068/69- 1092ع |
| 5 | زينب تاري (دودي جي ڀيڻ هئي، جنهن ننڍي ڀاءُ سنگهار بدران سندس جوان ٿيڻ تائين سرڪار هلائي) | 1092- 1098ع |
| 6 | سنگهار (جوان ٿيڻ بعد) | 1098- 1106/07ع |
| 7 | خفيف ٻيون (سنگهار جو سالو) | 1106/07- 1141/42ع |
| 8 | عمر پهريون (خفيف ٻئي جو ڀاءُ) | 1141/42- 1180/81ع |
| 9 | دودو ٻيو | 1180/81- 1194/95ع |
| 10 | پونگر ٻيون (دودي ٻهرين جو پونير) | 1194/95- 1222ع |
| 11 | چنيسر پهريون | 1222- 1228ع |
| 12 | گنهيرو پهريون | 1228- 1136/37ع |
| 13 | چنيسر پهريون (ٻيهر) | 1236/37- ؟؟ |
| 14 | گنهيرو پهريون (ٻيهر) | ؟؟- 1241/42ع |
| 15 | تُور (محمّد تُور، ڪينڻري وڏي جو پٽ) | 1241/42- 1256ع |
| 16 | گنهيرو ٻيو | 1256- 1259ع |
| 17 | دودو ٽيون (گنهيري ٻئي جو پٽ) | 1259- 1273/74ع |
| 18 | طائي (دودي ٽئين جو پٽ) | 1273/74- 1283/84ع |
| 19 | چنيسر ٻيون | 1283/84- 1300/01ع |
| 20 | پونگر ٽيون | 1300/01- 1315ع |
| 21 | خفيف ٽيون | 1315- 1332/33ع |
| 22 | دودو چوٿون | 1332/33- 1350ع |
| 23 | عمر ٻيون | |
| 24 | پونگر چوٿون | |
| 25 | همير (دودو) | 1350- 1351/52ع |

*(ايم. ايچ. پنهور، تصوير سنڌ، ص: 31، ڪراچي: 2006ع)*

جنهن صورت ۾ سومرن حاڪمن جي نالن، ترتيب ۽ سندن دَور تي مربوط مواد ميسر ناهي، ان پسمنظر ۾ هر حڪمران جي جدا جدا ڪارڪردگي بيان ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي. ان ڪري هن دور بابت محترم ايم. ايچ. پنهور جي تازي ۽ ڪافي حد تائين پروسي جوڳي معلومات مٿي پيش ڪئي وئي آهي. ان سلسلي ۾ ڪجهہ وڌيڪ معلومات هيٺ ڏجي ٿي:

## ٿر تي سومرن جي حڪومت:

اڪثر لکندڙن سومرن جي حڪومت جو ٻيو دور ٿر تي راڄ ڪندي ڏيکاريو آهي. ڪاڪي ڀيرومل مهرچند آڏواڻيءَ پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ سوڍن جي صاحبيءَ کان اڳ ٿر ۾ سومرا راڄ جو ذڪر ڪيو آهي. *(سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ، ص: 43)* ان کانپوءِ عمرڪوٽ جي رهاڪو تيجسنگهہ سولنڪيءَ پڻ ٿر ۾ سومرن جي حڪومت جو بيان ڪيو آهي. *(امرڪوٽ- سنڌ جو اتهاس، ص: 21-41)* هنن ٻنهي ليکڪن کانپوءِ ٿر تي استاد رائچند جو معتبر ڪم سامهون آيو، جنهن ۾ هن صاحب ٿر تي سومرن جي راڄ بابت بهتر انداز سان لکيو آهي.

751ھ/ 1351ع ۾ ٺٽي مان سومرن جي حڪومت پوري ٿي. ان کانپوءِ استاد رائچند جي لکت موجب، عمر سومرو ٻيو 1355ع ۾ عمرڪوٽ کي سوڍن راڻن کان وٺڻ ۾ ڪامياب ٿيو. هن اتي 1390ع تائين راڄ ڪيو. سوڍن ۽ سومرن ۾ ظاهر آهي تہ جنگ ٿي هوندي، پر ان جو ڪو احوال نہ ٿو ملي. عمر سومري، ڇاڇري، چيلهار ۽ مٺيءَ کي بہ هٿ ڪيو هو. آخرڪار هن پارڪر جي علائقي تي بہ قبضو ڪيو. بعد ۾ علائقي جي ڪاروبار کي سنڀالڻ لاءِ، پنهنجو هڪ خاص عملدار عبدالرزاق مقرر ڪيائين. مارئيءَ جو ڪردار ۽ قصو هن حاڪم عمر سومري سان لاڳاپيل چيو ويو آهي. عمر ۽ گنگا جو داستان بہ هن حاڪم ۽ دور جو آهي. *(تاريخ ريگستان، ڀاڳو ڀهريون، ص: 85-99)*

عمر کانپوءِ پونگر (ٽيون) ٿر جو حاڪم ٿيو. هن 1390ع کان 1400ع تائين راڄ ڪيو. هن جي حڪومت جو ڪو خاص احوال نہ ٿو ملي. *(سناڳيو ڪتاب، ص: 100)* ٿر تي ٽيون ۽ آخري سومرو حاڪم همير ٿي گذريو آهي. هن سن 1400ع کان 1439ع تائين ٿر تي حڪومت ڪئي. همير سومري جي دور ۾ 'مومل ۽ مينڌري' جو داستان خاص اهميت وارو آهي. اصل ۾ هي ٽئي داستان ۽ سومرن جي دور جا ڪي ٻيا داستان وڏي اهميت رکندڙ آهن، جن مان ڪي عشقيہ قصا آهن تہ ڪي بهادري ۽ سورهيائيءَ سان تعلق رکن ٿا. ڪي قصا وطن دوستيءَ جي خاص علامت آهن. سنڌ جي ابتدائي شاعريءَ (سومرا دور) جا بنياد ئي هنن داستانن تي مدار رکن ٿا. بعد ۾ سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعرن بہ پنهنجي شعر جا بنياد، هنن داستانن تي رکيا. ويندي جديد سنڌي شاعري بہ انهن داستانن جي اثر کان نڪري نہ سگهي آهي. *(قصن لاءِ ڏسو: جنت السنڌ، ص: 318- 327)*

**سومرن جا تختگاهہ:**

جيئن سومرا دور جي تاريخ جا اڪثر پهلو مبهم ۽ غير واضح آهن، تيئن سومرن جي تختگاهن متعلق بہ خاطريءَ سان ڪجهہ چئي نہ ٿو سگهجي. ان ڏس ۾ موجود مواد کي هتي يڪجاءِ ڪري پيش ڪجي ٿو:

**منصوره:** عربن جو تختگاهہ رهيو. خفيف پهريون سومرو حاڪم هو ۽ سندس تختگاهہ بہ عربن وانگر منصوره هو. محمود غزنوي سومنات کان موٽندي، جڏهن 416هہ/ 1025ع ۾ منصوره تي حملو ڪيو، تڏهن خفيف قتل ٿي ويو. شايد ان ڪانپوءِ منصوره جي سرڪاري حيثيت ختم ٿيڻ شروع ٿي.

**ٿري/ ٿرڙي:** مير علي شير قانع لکي ٿو تہ، تڏهن سومرن ماڻهن ٿرڙيءَ جي آسپاس گڏ ٿي 'سومري' نالي هڪ ماڻهوءَ کي حڪومت جي گاديءَ تي ويهاريو. *(تحفة الڪرام، سنڌي ڇاپو، ص: 97)*

**جناني:** هن شهر کي بہ سومرن جي تختگاهہ طور ڄاڻايو وڃي ٿو. ابن بطوطہ هن شهر جي ساراهہ ڪئي آهي. ائين ٿو معلوم ٿئي تہ اتر سنڌ ۾ سکر ۽ اُچ جي وچ تي ڪٿي هي شهر موجود هو. مصنف لکي ٿو تہ، هي سنڌونديءَ جي ڪناري تي هڪ وڏو ۽ سهڻو شهر هو ۽ منجهس وڻندڙ بازارون هيون. هن شهر ۾ سومرا قوم جا ماڻهو آباد هئا. *(ابن بطوطہ جو سفر، سنڌي ترجمو، ص: 7)*

**محمد طور/ مهاتم تور:** مولائي شيدائي، هن شهر کي ديرگ پرڳڻي ۾ ڏيکاريو آهي، ليڪن ڪيس پڪ ڪانهي تہ هي پرڳڻو يا شهر سِري ۾ هو يا لاڙ ۾ يا مورڳو ٿر ۾ هو. *(جنت السنڌ، ص: 316)* ليڪن تازي ڄاڻ موجب هن شهر جا آثار شاهہ ڪپور ديهہ پرسان تعلقي ميرپور بٺوري ۾ موجود آهن. *(ص 289، تاريخ طاهري، سنڌي ترجمو)* عبدالله خان ورياهہ هن شهر کي سومرن جو آخري تختگاهہ سڏيو آهي. *(لاڙ جو مطالعو ڪتاب ۾ شامل عبدالله ورياهہ جو مضمون، ص: 151- 165)*

**ديبل:** هن کي بہ سومرن جي تختگاهہ طور ڳڻيو ويو آهي. جلال الدين خوارزم شاهہ کي جڏهن منگولن ڊوڙايو هو، تڏهن هو پناهہ ۽ مدد خاطر هن سال موجوده سنڌو ماٿري (پاڪستان واري ايراضيءَ) جي مختلف شهرن ۽ حاڪمن سان لهہ وچڙ ۾ رهيو پر ڪيس ڪا خاطر خواهہ مدد نہ ملي. هو ان دور ۾ ديبل بندر پهتو، جتي سنان الدين چنيسر حاڪم هو. حملي آور جو بڌي چنيسر ٻيڙيءَ ۾ چڙهي سمنڊ ۾ هليو ويو. چنيسر ڪو ٻيو نہ، پر سومرو بادشاهہ هو. *(سنڌ صدين کان، جان اينڊريو بائل جو مقالو ص: 214)* ان مان خبر پوي ٿي تہ ڪجهہ وقت لاءِ ديبل بہ سومرن جو تختگاهہ رهيو هو.

**وڳهہ ڪوٽ:** وڳهہ ڪوٽ بہ ڪجهہ وقت لاءِ سومرن جي گاديءَ جو هنڌ رهيو. هينري ڪزنس شهر جو مختصر احوال ڏنو آهي. *(سنڌ جا قديم آثار ص: 301)* هن وقت سومرن جو هي شهر رڻ ڪڇ ۾ موجود آهي. هي شهر ڪڇ جو حصو ڪيئن ٿيو، ان جو تفصيل خان صاحب عبدالله چنا هڪ مضمون ۾ ڏنو آهي. *(رسالو 'مهراڻ' نمبر3، سال 1968ع)*

**ٺٽو:** عام راءِ آهي تہ هي شهر سمن جي دور ۾ آباد ٿيو پر اصل ۾ جام نظام الدين (1461- 1508) جي دور ۾ وجود ۾ آيو هو ۽ ٽڪڙو ٽڪڙو ايتري تہ ترقي ڪيائين، جو اسلامي دنيا ۾ 'بغداد ثاني' سڏيو ويو. حقيقت ۾ هيءُ هڪ جهونو شهر آهي، جيڪو سمن جي دور کان بہ اڳ موجود هو. *(مڪلي نامہ، حاشيا: سيد حسام الدين راشدي، ص: 11-40)* ڪجهہ عالمن جي راءِ آهي تہ محمد طور/ مهاتم تور جي ڦِٽڻ ڪانپوءِ، سومرن ٺٽي کي پنهنجو دارالحڪومت بنايو هو.

**عمرڪوٽ:** عمرڪوٽ تي ٿر جي مؤرخن موجب ٽن سومرن حاڪمن: عمر، پونگر (ٽئين) ۽ هميرہ سن 1355ع کان 1439ع تائين حڪومت ڪئي. ان دور ۾ عمرڪوٽ هنن حاڪمن جو تختگاهہ رهيو. مير علي شير قانع لکيو آهي تہ، عمر سومري 'عمرڪوٽ' جو قلعو تعمير ڪرايو *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 100)* جيئن تہ هي شهر ان کان اڳ سوڍن/ راڻن جي دور ۾ موجود هو، ان ڪري ڪي مؤرخ ان کي راڻن سوڍن جو شهر سمجهن ٿا ۽ ان کي 'امرڪوٽ' لکن ٿا.

**روپا ماڙي:** 'روپا ماڙي' يا 'روپاهہ ماڙيءَ' جا آثار بدين کان ڏکڻ طرف 26 ميل پري موجود آهن. هن وقت هن کي شاهي قبرستان جي حيثيت حاصل آهي، جتي دودي ۽ چنيسر سومري جون مزارون آهن. روپاهہ ماڙيءَ ۾ سال ۾ ٽي ميلا لڳندا آهن. *(محمد سومار شيخ جو ڪتاب: روپاهہ ماڙي، حيدرآباد، 1971ع)*

**حدون ۽ سرحدون:**

سومرن جي دور جي حدن بابت ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪتاب 'سومرا دور' ۾ ان بابت ڪجهہ روشني وڌي آهي. هو لکي ٿو تہ، دودي چنيسر واري دور ۾، سومرن جي حڪومت جون حدون، هيٺ ڏکڻ طرف ڪڇ تائين ۽ مٿي اتر طرف ميرپور ماٿيلي تائين هيون. گاديءَ جي شهر سان لاڳو پرڳڻي واري مرڪزي ايراضي خاص 'پونگراڻي پون' سڏبي هئي، جنهن ۾ وڳهہ ڪوٽ ۽ روپاهہ توڙي ٻنگار جا ٻارهن شهر ۽ ٽڙ شامل هئا. گاديءَ جو شهر وڳهہ ڪوٽ هو، پر روپاهہ بہ هڪ وڏو وسندڙ ۽ وڻندڙ شهر هو. *(سومرن جو دور، ص: 242)* ايم. ايڇ پنهور پڻ هن عنوان تي لکيو آهي. هُو ان ڏس ۾ هڪ تہ سومرن جي گاديءَ وارن شهرن جو ذڪر ڪري ٿو ٻيو تہ درياهہ ۾ ايندڙ (سومرا دور ۾) تبديلين جي حوالي سان بہ، سنڌ جي سرحدن ۽ حدن تي نظر رکي ٿو 1200- 1100ع ۾ بکروٽ درياهہ ۾ تبديلي اچڻ سان سنڌ جي شهري ۽ معاشي حالتن تي اثر پيو. پنهور صاحب جي لکڻ موجب 1300- 1340ع ۾ بہ سنڌو درياهہ ۾ اٿل پٿل آئي، ان ڪري ڪي شهر ڦِٽي ويا تہ ڪي آباد ٿيا. جلال الدين خوارزم شاهہ سڄيءَ سنڌ ۾ رليو ۽ ڪجھ شهرن کي ساڙي ڇڏيائين. ان ڏس ۾ پنيور ۽ پاري نگر جا مثال ڏئي سگهجن ٿا. ان طوفاني دور ۾ البت سيوهڻ محفوظ رهيو اندازو آهي تہ درياهي تبديليءَ سبب 1300ع کان سنڌو درياهہ جي اولهہ پاسي کي وڌيڪ اهميت ملي. پاٽي جام ٿيڻ ڪري هن علائقي ۾ زراعت ترقي ڪئي. سومرا دور جي بلڪل آخر ڌاري ڏسجي ٿو تہ ديبل بندر ڦٽي چڪو هو ۽ لاڙي (لاهري) بندر آباد ٿي چڪو هو ان دور ۾ نصرپور جو شهر بہ آباد ٿيو

هن شهر کي مغل دور ۾ وڏي ترقي ملي ۽ صنعت ۽ تجارت جو مکيه مرڪز بڻيو. (تصوير سنڌ، باب چوڏهون) حقيقت ۾ سومرن جي دور جي سرحدن يا حدن طئه ڪرڻ وقت اهو به ڏسڻو پوندو ته غزني، غور ۽ دهلي ڪيترا طاقتور هئا. جڏهن اتي جا حاڪم طاقتور هئا ته سومرا لاڙ تائين محدود رهيا. جيڪڏهن دهلي يا آسپاس ۾ موجود حاڪم ڪمزور هئا، يا وري گهرو ويڙهه ۾ مصروف هئا، تڏهن سومرا سلطان همت ڪري سيوهڻ، بکر ۽ ميرپورماٿيلي تائين پنهنجو اثر بحال ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا هئا. بهاءِ الدين زڪريا سان عقيدتمنديءَ سبب، ڪڏهن سومرن جو اقتدار ملتان تائين به پکڙجي ويندو هو. پر اهو سڀ مقامي ۽ بيروني حالتن تي مدار رکندو هو.

**سومرن جي دور جو انتظامي ڍانچو:** تاريخ ۾ ڪنهن به دور جي حڪمرانيءَ جي ڪاميابي يا ناڪاميءَ جو اندازو ان جي انتظامي ڍانچي مان لڳائبو آهي ته، اهو دور پنهنجي معيشت، امن و امان، سرحدي حفاظت، جنگي فن ۽ ٻين انتظامي مسئلن کي ڪيئن حل ڪري ۽ سنواري سگهيو. رياست جو انتظام ان جي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ لاءِ هڪ اهم ۽ موثر شيءِ هوندو آهي. سومرن جي دور ۾ سنڌ، ڊويزنن ۽ ضلعن ۾ ورهايل هئي، جن کي ان وقت جي ٻوليءَ/ محاوري ۾ ملڪ، صوبو، سرڪار، پرڳڻو، محال وغيره چيو ويندو هو. اهي وقت جي حاڪم جي حڪم جي تابع هئا. انهن جا گورنر گهڻوڪري وقت جي بادشاه جو اولاد يا سنڌن ويجهن مائٽن مان هوندا هئا. رڳو مقامي گورنرن جو ڪجهه تعداد اهڙو هو، جن جو تعلق سومرا راڄ گهراڻي سان نه هو. انهن ۾ اڪثريت سمن جي هئي، جيڪي اهم عهدن تي فائز هئا. سومرن جي دور ۾ بادشاهي خرچن، فوج، انتظام ۽ ٻين ڪم ڪارين لاءِ مالي ضرورت هيٺ ٽيڪس جو نظام رائج هو ۽ هر ماڻهو اهو ٽيڪسن ڏيڻ جو پابند هو. سومرن پنهنجي دور ۾ صوفي بزرگ بهاءِ الدين زڪريا کي تور (گاديءَ جي هنڌ) جي ويجهو جاگير ڏني هئي. سومرن جو مذهبي پائيچاري وارن ادارن ڏانهن رويو مثبت رهيو ۽ انهن ادارن جو ڪردار پرچار ذريعي سماجي پائيچاري کي قائم رکڻ هو. حڪومت ڪيترن ئي زرعي سڏارن سان گڏوگڏ آبپاشي نظام جي ذريعي بنجر زمينون پڻ آباد ڪيون. جڏهن سنڌوءَ جي وهڪرن ۾ تبديلي ايندي هئي ته حڪومت فوراً ڪئنالن ۽ آبپاشي نظام جي ذريعي نئين وهڪري وٽان زرعي آباديءَ جو نئون سلسلو جوڙيندي هئي. سومرا دور ۾ سنڌوءَ جي وهڪري ۾ ٻي دفعا وڏيون تبديليون آيون، جنهنڪري زراعت تباه ٿيڻ ۽ ملڪي معيشت جي دهڄڻ جو خطرو ايري آيو ٿي، جو ته سنڌ بنيادي طور هڪ زرعي خطو رهي آهي ۽ ان جي معيشت جو گهڻو دارومدار زراعت تي ٿي هو ۽ آهي. انهن حالتن ۾ حڪومت نئين رٿابنديءَ سان آبپاشي نظام ذريعي زراعت کي وري ساڳئي موڙ تي وٺي ايندي هئي. رياست جي ٻين اهم ڪمن ۾ هڪ اهم ترين ڪم انهن معاشي ذريعن جي سار سنڀال، سڌارو ۽ واڌارو پڻ هو. بزرگن، صوفين يا ان نوعيت جي ادارن جي حوالي ٿيل جاگيرن جي سار سنڀال به رياست جي حوالي هوندي هئي. حڪومتي سرشتي ۾ اهم عهدن تي فائز ماڻهن جي فرضن ۾ اهو به شامل هو ته اهي ٽيڪس جو نظام منصفاڻي انداز ۾ لاڳو ڪن ۽ وصولي به جائز نموني ٿئي. جنهنڪري زمين جي ماپ ڪري، فصل جي قسم ۽ اپت جي حساب سان ٽيڪس وصول ڪيو ويندو هو.

زرعي ٽيڪس کان سواءِ ٻين قسمن جا ٽيڪس به وصول ڪيا ويندا هئا. لهري يا لاهري بندر جي آمدني ڇهه ملين دينار هئي، جنهن جو 5% اتي جي گورنر کي ڏنو ويندو هو ۽ هر رسد جو 22% دهلي سلطنت کٽندي هئي. اهو ان صورت ۾ جڏهن سومرا ڪمزور ٿيندا هئا ۽ دهلي سلطنت سنڌ تي پنهنجو ڌاڪو ڄمائيندي هئي. ابن بطوطه لاهري بندر جي آمدني، سٺ لک دينار لکي آهي. (ابن بطوطه جو سفر، ص: 14، سنڌي ڇاپو) ملڪ جي هر طبقي لاءِ جزيو لاڳو هو. جنهن ۾ غريب 7 ٽڪا (ان وقت جي ڪرنسي)، وچيون طبقو 20 ٽڪا ۽ شاهوڪار طبقي لاءِ 40 ٽڪا ٽيڪس مقرر هو. دڪانن ۽ ٻين ڪمرشل شين تي مناسب ٽيڪس لاڳو هو. انفرادي طور هنرمندن تي آمدنيءَ مطابق ٽيڪس لاڳو هو.

 سومرا دور: سنڌي ادب ۽ زبان

سومرا دور کان اڳ ۾ هبارين پنهنجي دور ۾ سون ۽ چانديءَ جا سڪا رائج ڪيا هئا، جن تي تاريخ اڪريل هوندي هئي. پر سومرن جي دور جي حوالي سان اهڙو ڪو ثبوت نہ مليو آهي. البت انهن پنهنجي دور ۾ ٽامي جا ڪيترائي سڪا رائج ڪيا. ان کان سواءِ ان دور ۾ فاطمي خلافت ۽ دهلي سلطنت جا سڪا بہ هلندا رهيا. ان وقت بچت جو طريقہ ڪار هن ريت هو جو ماڻهو پنهنجي ملڪيت کي سون ۽ چانديءَ جي زيورن جي صورت ۾ خريد ڪري محفوظ ڪندا هئا ۽ وقت اچڻ تي ان کي روڪڙ تي وڪرو ڪندا هئا. دينار ۽ درهم ان دور ۾ عالمي مارڪيٽ لاءِ استعمال ٿيندا هئا ۽ دهلي سلطنت سان ڪاروبار ۽ ڏي وٺ لاءِ سون ۽ چانديءَ جا سڪا استعمال ٿيندا هئا. سومرن پنهنجي دور ۾ عدل ۽ انصاف جي صورتحال کي بهتر ڪرڻ لاءِ پنچائتي نظام جي ئي پوئيواري ڪئي. اهي پنچائتون ئي مختلف ذرين ۾ ٿيندڙ جهيڙن جهڳڙن ۽ تڪراري مسئلن کي حل ڪنديون هيون ۽ ڌريون انهن جي حڪم مڃڻ جون پابند هونديون هيون. پنچائت طرفان مختلف ڏوهن ۾ ملوث ماڻهن لاءِ سزائون بہ مقرر ڪيل هيون. چوري، ڌاڙي، ڦرلٽ ۽ زنا لاءِ سخت سزائون ڏنيون وينديون هيون.

جنگي هٿيار ۽ جنگي فن جي مهارت سومرن کي هبارين کان ورثي ۾ ملي هئي. سومرن سندن جنگي مهارتن مان گهڻو ڪجهہ حاصل ڪيو هو. پر حملي آورن جي مقابلي ۾ سندن جنگي فن ڪافي نہ هو. وٽن هاٿين سان لشڪر ۽ پيادل سپاهين جا جٿا هئا. هي اهو ئي جنگي طرز عمل هو جيڪو هباري استعمال ڪندا هئا. پنهنجي تجربي تحت سومرن وٽ اهو سڀ سڪيل جنگي فن هو. پر حملي آور فوج جي پيٽ ۾ اهو ناڪافي هو. ڇو تہ انهن وٽ جديد هٿيار ۽ تربيت يافتہ فوج هئي. اهڙيءَ طرح سومرن قباچہ، جلال الدين خوارزم، التمش ۽ ٻين کان جنگيون هاريون. جن جو ڪارڻ حملي آور جي دليري نہ، پر انهن جو جديد جنگي فن هو جيڪو سومرن جي شڪست جو سبب بڻيو. البت مقامي بغاوتون ۽ ٻيا اهڙا ڪيترائي معرڪا هئا، جيڪي سومرن پنهنجي جنگي فن سبب کٽيا هئا. پر وڏن حملي آورن جي پيٽ ۾ ڪين ڪا جديد جنگي تربيت حاصل نہ هئي، اهو الميو رڳو سنڌ نہ، پر پوري برصغير جي تاريخ جو الميو آهي.

مجموعي طور سومرن جو دور انتظامي حوالي سان هڪ بهترين صورت رکندڙ دور رهيو. انصاف، عدل، معاشي خوشحالي ۽ وطن جي حفاظت لاءِ سندن انتظام ۽ سچائي اهميت رکي ٿي. هنن پنهنجي دور حڪومت ۾ سنڌ جي سرحدن کي وسعت ڏني. پرامن ۽ جمهوري انداز حڪومت سبب گهڻو وقت راڄ ڪري سگهيا.

**سومرا دور ۾ سنڌي ادب ۽ سنڌي زبان:** سومرن جي دور ۾ سياسي استحڪام ۽ مرڪزي سرڪار جي مضبوطيءَ سبب عام ماڻهن ۾ شاعري، موسيقي ۽ جنگي داستانن لاءِ چاهہ ۽ چس پيدا ٿيو. وندر ورونهن ۽ بهادريءَ جي بيان وارين هنن صنفن کي وڌائڻ وارا چارڻ، ڀٽ، ڀان ۽ جاجڪ ڪونڌا هئا. اهي گجرات، سنڌ ۽ راجستان ۾ گهمندا ۽ عام ماڻهن کي وندرائيندا وتندا هئا. مطلب تہ ان دور جي ادب جو سڄو معيار لوڪ ادب تي ٻيٺل هو. سومرن جو دور لوڪ ادب توڙي ادب جي ڪن ٻين صنفن جي اوسر لاءِ مشهور آهي.

سومرا دور جي ادبي ورثي کي هيٺينءَ ريت ورهائي سگهجي ٿو:

(1) عشقيہ داستان
(2) نيم عشقيہ داستان
(3) مذهبي لڪتون ۽ ڳنان
(4) جنگناما يا رزميہ شاعري
(5) واڪاڻ (حمد، مدح، مولود، منقبت)
(6) لوڪ گيت

هن دؤر ۾ جيڪي رومانوي داستان مشهور ٿيا، تن ۾ سهڻي ميهار، سسئي پنهون، عمر مارئي، ليلا چنيسر ۽ مومل راڻو آهن. سڀ قصا، ڀٽ، ڀان ۽ مڱڻهار چڱن جي چوپارين ۾ ڳائيندا هئا.

ڏيهي روايتن مطابق مشهور پيار ڪٿائن/ عشقيہ داستانن سان گڏوگڏ نيم پريمي ڪهاڻين مان ڪجهہ جو تعلق پڻ سومرا دؤر سان آهي. جن ۾ : مل محمود ۽ مهرنگار، ڏمڻ سونارو، خدا دوست ۽ محمود غزنوي اهم آهن. هنن ڪهاڻين مان ڏمڻ سوناري واري نيم پريم ڪهاڻي، سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ اهميت واري آهي.

سومرن جو دؤر تلهي ليکي هڪ امن وارو دؤر هو. ڪجهہ معرڪا خاص اهميت وارا هئا: اهوئي پسمنظر هو، جنهن ان وقت رزميہ شاعريءَ کي جنم ڏنو ۽ ان دؤر جا ڀٽ، انهن ڪهاڻين جا ڪلام عام ڳائيندا وتندا هئا. رزميہ توڙي قصيدي ٻنهي اندازن ۾ هن حوالي سان بيت جوڙيا ويا ۽ شاعري ڪئي وئي، پر گهڻو زور جنگ جي عام بيان بجاءِ اصل تفصيلن ۽ دوبدو مقابلو ڪندڙن جي سورهيائيءَ تي ڏنو ويو آهي. ڀٽن، ڀانن، چارڻن، سگهڙن ۽ مڱڻهارن نہ رڳو سومرن پر ابڙي سمي جي سورهيائيءَ جي ڪارنامن کي پڻ ڳايو. جنهن پاڻ وٽ سومرين وڏيءَ دليريءَ سان سامر طور جهليون هيون. سومرن جي دؤر ۾ اسان کي نہ رڳو جنگي جوڌن جي واڪاڻ ڪندڙ يا جنگي واقعا ملن ٿا، پر هن دور جي لوڪ ادب ۾ ڏاتارن جي واکاڻ جي قصن سان گڏ شوم اميرن ۽ هيٺين ماڻهن جي هجو پڻ ملي ٿي. هن دؤر ۾ ايندڙ زماني جي ادب لاءِ پيڙهہ ٻڌجي چڪي هئي. هيءَ دؤر قومي جذبي، وطنيت ۽ خود قربانيءَ جي لحاظ کان خاص اهميت وارو ڏور هو.

ان کان سواءِ هي هڪ تبليغي دَور بہ هو هن دور ۾ خاص ڪري اسلام جي جدا جدا فرقن جا داعي سنڌ ۾ آيا. هڪ طرف 'اسماعيلي' فڪر جا مبلغ پنهنجي دعوت جي ڪم ۾ مصروف هئا، تہ ٻئي طرف 'قادري طريقي' جا بزرگ ۽ 'غوثي درويش' سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ پهچي چڪا هئا. وقت جا سومرا حاڪم اسماعيلي دعوت هيٺ انهيءَ فڪر کي قبول ڪري چڪا هئا، تنهنڪري اسماعيلي فڪر کي هن دؤر ۾ وڌڻ ۽ ويجهڻ جو سرڪاري توڙي غير سرڪاري طرح وڏيڪ موقعو مليو ان

کان سواءِ ملتان ۾ اسماعيلي حڪومت جي زور ٽٽڻ ڪري، مصر مان فاطمي خليفي ۽ وقت جي سترهين امام 'شاهه حاڪم' طرفان سومرن جي سردار کي 'شيخ' جو خطاب مليو. انهيءَ ڪري ملتان کانپوءِ ڏکڻ سنڌ اسماعيلي تبليغ جو مرڪز بنجي ويو ۽ اُتي هڪ ٻئي پٺيان داعي اچڻ لڳا. هتي جي نون مسلمانن پاڻ کي 'خواجه'/ خوجه سڏايو. هن فڪر جوان وقت جي ادب ذريعي به ڪافي ڦهلاءُ ٿيو ۽ سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ ان جي تمام گهڻي اهميت آهي.

سومرن جي دؤر ۾، سنڌ ۾ سڀ کان پهريون داعي 462 هه (1079ع) ۾ سيد نورالدين پهتو، جنهن پاڻ کي 'ست گُر نور' يا 'سيد سادات' جي نالي سان مشهور ڪرايو. هن بزرگ هندستان ۾ هندي ۽ گجراتي، سنڌ ۾ لاڙي سنڌي، اُچي، ملتاني ۽ بهاولپوري محاورن کان واقف ٿي هتي جي ماڻهن جي زبان ۽ لهجي ۾ ڪلام چيو ۽ پنهنجن مريدن کي ويدانت ۽ تصوف جا اصول هڪ نئين ڍنگ ۾ سمجهايا، جنهن کي پاڻ 'ست پنٿ' يا 'صراط المستقيم' نالو ڏنائين ۽ اهڙي طرح اسلام جي تبليغ لاءِ هڪ نئين واٽ اختيار ڪيائين. هن بزرگ جو ڪلام دوهن جي صورت ۾ آهي. سندس هندي ۽ گجراتي ڪلام ۾ ڪيترائي سنڌي لفظ ملن ٿا. اسماعيلي داعين جي سلسلي ۾، 'ستگر نُور' کانپوءِ هندستان ۽ سنڌ ۾ 'داعي پير شمس سبزواري ملتانيءَ' جو نالو قابل ذڪر آهي، هو 598هه (1201ع) کان 675هه (1267ع) تائين اسماعيلي مبلغ جي حيثيت ۾ هتي ڪم ڪندو رهيو. هن صاحب سيد نورالدين جي دعوت کي قائم رکيو ۽ سندس نقش قدم تي هلي پنهنجي تبليغ جي طريقي تي 'شمس مت' سڏيو. تبليغ جي سلسلي ۾ هن کي به ڪيترائي سفر ڪرڻا پيا ۽ مختلف زبانون سکڻيون پيون، پر سندس زياده ڪلام ملتاني محاوري ۾ ملي ٿو ۽ پير شمس جو ٻيو به ڪيتروئي سنڌي ڪلام آهي، جنهن ۾ 'شمس مت' بابت سمجهاڻيون ڏنل آهن. هن سلسلي ۾ سنڌي زبان جي سڀ کان اهم خدمت اسماعيلي فڪر جي درويش- صفت داعي پير صدرالدين ڪئي آهي. هن بزرگ جي ولادت 689هه (1290ع) ۾ ٿي ۽ 808هه (1409ع) ۾ (سمن جي دؤر ۾) وفات ڪيائين. سندس روضو اُچ شريف کان پنج ميل پري آهي. پير صاحب پنهنجي وقت جي امام 'شاهه اسلام شاهه' جي حڪم سان هندستان ۽ سنڌ ۾ تبليغ لاءِ آيو ۽ 'پير ستگر نور' جي پوکيل باغ کي سيراب ڪيائين. امام الوقت جي حڪم سان هندستان مان ٿيندو، سنڌ جي لاڙ واري خطي ۾ 'ڪوٽڙي الهه رکئي شاهه' ۾ پنهنجو مرڪز قائم ڪيائين. هندستان (گجرات واري حصي) ۾ ڪافي وقت رهي هندو ڌرم جو اڀياس ڪيائين ۽ ويدن، شاسترن، گرنٿن ۽ واٽين مان چڱيءَ ريت واقف ٿي، ويدانت جو اونهو اڀياس ڪيائين. جيئن ته پاڻ ايراني هو ۽ تصوف جي چڱي ڄاڻ هئس، ان ڪري ويدانت ۽ تصوف جي مدد سان 'پير ستگر نور' جي 'ست پنٿ' جي تبليغ ڪرڻ ۾ ڪيس وڏي هٿي ملي. برهمڻن سان بحث ڪيائين ۽ اسلام جي اصولن کي هڪ نئين روپ ۾ هندو ڌرم ۽ ويدانت جي اصطلاحن جو رنگ ڏنئي. سندن آڏو پيش ڪيائين. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو هنن اهي اصول قبول ڪيا ۽ بيشمار برهمڻ ۽ لوهاڻا پير صاحب جي هٿ هيٺ بيعت ڪري مسلمان ٿيا ۽ 'خواجه' جو لقب حاصل ڪيائون. اهڙيءَ ريت هن پنهنجي تبليغ کي جاري رکيو هي بزرگ وڏو عالم، لسانيات جو ماهر ۽ شاعر هو. بيعت ڪندڙ نو مسلم خواجن کي دين جا اصول پنهنجي ڪلام ذريعي سمجهايائين. سندس ڪلام هندي، گجراتي ۽ سنڌي زبان جي ڪڇي، لاڙي ۽ ملتاني محاورن ۾ موجود آهي. پير صاحب پنهنجي انهيءَ تبليغي ڪلام کي 'گنان' (گيان) نالو ڏنو. انهيءَ لحاظ کان چئي سگهجي ٿو ته مذهبي تعليم جي جنهن طريقي کي مخدوم ابوالحسن ۽ ٺٽي جي ٻين هنن عالمن يارهين صديءَ ۾ اختيار ڪيو هو، اهو ساڳيو ئي طريقو هن بزرگ ٺٽي جي عالمن کان ٽي سؤ ورهيه اڳ، يعني اٺين صدي هجريءَ ۾ قائم ڪيو هو. پنهنجن نو مسلم مريدن کي دين جا اصول لکي ڏيڻ لاءِ، پير صدرالدين صاحب سنڌي زبان جي هڪ صورتخطي به ناهي، جا چاليهه اکرن تي مشتمل هئي، جيڪا اجا تائين خواجن ۾ رائج آهي، انهيءَ خط کي 'چاليهه اکري' يا 'خواجڪي سنڌي' چيو ويندو آهي.

*(مرليڌر جيتلي: ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لکاوٽ، ص: 104- 107، دهلي، 999ع)*

پير صدرالدين توڙي ٻين داعين جو ڪلام انهيءَ صورت خطيءَ ۾ ڇپيل آهي. پير صاحب جي ڪلام مان هيءَ ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته سنڌي زبان جا اڳاٽا آثار اسان کي سومرن جي دؤر ۾ ملن ٿا ۽ اسان جي سنڌي شاعريءَ جو آغاز 'ماموئين جي بيتن' کان گهڻو اڳ جو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ هيءَ ڳالهه قابل ذڪر آهي ته پير شمس ۽ پير ستگر نور جي اڳائي سؤ ورهين واري عرصي ۾ شايد ڪي بزرگ آيا هجن، جن جو ڪلام هٿ ڪرڻ لاءِ گهڻي محنت جي ضرورت آهي.

مٿئين بحث جي بنياد تي چئي سگهجي ٿو ته مليل معلومات موجب سنڌي شاعريءَ جي ابتدا پنجين صدي هجريءَ ڌاري ٿي هئي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ٻنهه پهرين شاعرن مان هڪ، جنهن جو ڪلام ڪجهه قدر محفوظ رهي سگهيو آهي سو سيد نورالدين هو. مٿيون بيان ڪيل گنان جا شاعر ۽ گنان سنڌي شاعريءَ جي مذهبي روايت جي انوکي ابتدا هئا.

سومرن جي دؤر ۾ اسان کي شاهه حسين اپلاٽي- پير پٺي (وفات 1248ع/ 646هه) جا ڪجهه بيت ملن ٿا، جيڪو غوث بهاءُالحق زڪريا ملتانيءَ جو مريد ۽ همعصر هو. سندس شعر ۾ تاريخي ۽ جاگرافيائي سمجهاڻيون آهن. مثال طور: ان ديبل بندر ۽ مڪليءَ تائين پهچڻ وارين ٻوڏن جو مڪمل احوال ملي ٿو:

ديبل پار آب اَپار،
اسان ڇڳاسين مڪليءَ ڏار.

هي بيت تاريخ جي هڪ دَور طرف ڌيان ڇڪائي ٿو، جڏهن مڪلي ۽ ديبل پاڻيءَ جي جهجهائيءَ سبب ڌار ٿيا هئا.

سومرا دور: سنڌي ادب ۽ زبان

اسماعيلي ادب ۽ رسم الخط بابت ڊاڪٽر غلام علي الانا خاص تحقيق پيش ڪئي آهي. (*سومرن جي دور جي سنڌي شاعري، رسالو 'مهراڻ'، نمبر 1-2/ 1960ع*) ان بابت ڊاڪٽر بلوچ ۽ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي به مختصر ذڪر ڪيو آهي. ڊاڪٽر الانا صاحب اسماعيلي تحريڪ بابت هڪ اهم ڪتاب انگريزيءَ ۾ لکيو آهي:

Ismaili Movement in Sindh, Multan and Gujrat (2010)

ان کان سواءِ هن ڳنانن بابت هڪ تفصيلي ڪتاب سنڌيءَ ۾ به لکيو آهي، جيڪو اشاعت هيٺ آهي.

سومرن جي دؤر کان اڳ سنڌ تقريباً ساڍن ٽن سؤ سالن تائين عربن جي قبضي ۾ رهي، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ تي ڪو ڌيان نه ڏنو ويو، ان ڪري ئي سومرا دؤر کي 'سنڌي ادب جو بنيادي دؤر' چيو وڃي ٿو، ڇو ته ان کان اڳ 'سنڌي ادب' جو ڪو مستند ثبوت نه ٿو ملي. هن دؤر ۾ رومانوي داستان سرجيا. شاهه لطيف جي سٽن سورمين مان ڇهن جي داستانن جو تعلق هن دؤر سان آهي. هنن قصن کي اڳتي هلي تمثيل طور ڪم آندو ويو ۽ هنن قصن کي پٽن ۽ پانن ڳائي وڄائي مشهور ڪيو.

ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ مطابق هنن داستانن ۾ تاثر پيدا ڪرڻ لاءِ شاعري ڪئي ويندي هئي. ان اوائلي شعر کي 'ڳاهه' چيو ويندو هو. (*سنڌي ادب جي تاريخ، ص: 6، لاڙڪاڻو 1993ع*) جيڪو لفظ 'ڳاءِ' يا 'ڳائڻ' مان نڪتو آهي. ڳاهه ابتدائي واقعاتي شاعري هئي. گهڻن عالمن جو خيال آهي ته هر ٻوليءَ ۾ شاعريءَ جي شروعات رزميه شاعريءَ سان ٿيندي آهي. سومرن جي دؤر ۾ ڪيترين ئي جنگين لڳيون، ان ڪري رزميه شاعريءَ به گهڻي ترقي ڪئي. ڳاهن جي اوائلي شاعريءَ ۾ هڪ شاعر پاڳويان جو نالو ملي ٿو، جيڪو سومرن جو خاص درٻار جو شاعر هو. روايت موجب جڏهن سومرن ۽ علاءالدين جي جنگ لڳي ته پاڳويان سنڌن ننگ سومريون وٺي ڪڇ جي ابڙي سمي ڏانهن سام لاءِ روانو ٿيو. سندس چيل ڳاهه نموني طور ڏجن ٿيون، جيڪي هن چنيسر کي مخاطب ٿي چيون آهن:

ڪوڙا ڪوڙي ڏيهه جا، تو ڪوڙا قول ڪيا،
سنڌ لڄائيءَ سومرن جي، ٻيو دانهيءَ دودل لاءِ.

پاڳويان کان سواءِ دودي- چنيسر جي داستان بابت ڪجهه ٻين شاعرن به ڳاهون لکيون آهن، جيڪي پنهنجي ساخت جي اعتبار کان سومرن جي دؤر جون معلوم ٿين ٿيون. سومرن جي دؤر جو هڪ ٻيو نامور شاعر، جيڪو ڪيراڪوٽ (ڪڇ) جو رهاڪو هو ۽ لاکي ڦلاڻيءَ جي درٻار ۾ شاعر هو. ان جو نالو سُمنگ چارڻ هو. همير سومري جي حڪمرانيءَ واري دؤر ۾ هن سمن جي ساراهه ڪندي، سومرن جي هِجوَ ڪئي آهي:

ستينءَ هو سوجهرو، اُنينءَ ٿي اونداهه،
هميراڻي باهه، وساڻي ورهين ڪان!

هن دؤر ۾ لوڪ شاعريءَ جي اهم صنف 'ڳيچ' جو پڻ بنياد پيو. ڳيچ بابت ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو: "ڳاهه کان علاوه ڳيچ قديم سنڌي شاعريءَ جو ٻيو قسم آهي. 'ڳيچ' لفظ به 'ڳاءِ' مان نڪتو آهي. 'ڳاءِ' لفظ ڪوهستاني عورتن ۾ اڃا به مروج آهي. هن لفظ کي بعد ۾ 'ڳاڄ'، 'گاڄ'، 'ڳاڄ' ڳيچ چيو ويو. ڳيچ لوڪ شاعريءَ جو هڪ اهم قسم آهي. لوڪ شاعريءَ جا شاعر نامعلوم هوندا آهن. ان هوندي به سومرن جي دؤر جي هڪ شاعر 'مرڪان شيخڻ' جو نالو ملي ٿو جنهن پنهنجي مرشد قرهيي پنداريءَ جي شان ۾ ڳيچ چيا آهن. هڪ نمونو هتي ڏجي ٿو:

هيءَ ڪانديرڙي لس،
هيءَ واسرڙي وس،
آءَ ڪلندي ڪڏندي اچان.

سومرا دؤر ۾ رومانوي داستان سرجيا، رزميه شاعري جي شروعات ٿي، ڳنان چيا ويا، ڳيچن جي ابتدا ٿي، 'خواجڪي سنڌي' يعني چاليهه اکري لپي لکي وئي، جيڪا نظم لکڻ ۾ تمام گهڻي مددگار ثابت ٿي. هن دؤر ۾ هجوگوئيءَ جا به آثار ملن ٿا. هن دؤر جي ادب جي فني خوبين تي نظر وجهبي ته معلوم ٿيندو ته هن دؤر ۾ چيل بيت يا ڳاهون، هندي ڇند جي صنف 'دوها ڇند' جي طرز تي چيون ويون آهن. ڪي بيت سورٺا ڇند موجب به مليا آهن. ڪجهه بيت دوها ۽ سورٺا ڇند جو ميلاپ آهن. هن دؤر ۾ ٿورڙا بيت ٽن سٽن وارا به مليا آهن، جن جي پهرين سٽ دوها يا سورٺا ڇند واري، ٻي سٽ دوها ڇند واري ۽ ٽين سٽ وري سورٺا ڇند واري آهي. بيت جو هي گهاڙيٽو تمام گهڻو مقبول ٿيو. شاهه لطيف کان سواءِ ٻين ڪيترن شاعرن جا بيت هن سٽاءَ موجب آهن.

هن ئي دؤر ۾ اسماعيلي داعين جا ڳنان اڳتي هلي 'وائيءَ' ۽ 'ڪافيءَ' جي صنفن جو بنياد بڻيا. ڳنان جي پهرين مصرع، ٿلهه ۽ وراڻيءَ جو ڪم ڏئي ٿي، اها ساڳي ٽيڪنڪ اڳتي هلي وائي ۽ ڪافيءَ ۾ استعمال ٿي. البت ان جو ٻيو گهاڙيٽو مختلف آهي. پر ائين چئي سگهجي ٿو ته انهن صنفن جي جنم وٺڻ جو ڪارڻ اهي اوائلي صنفون هيون، جيڪي اڳتي هلي نين صنفن جو بنياد بڻيون. هي دؤر فني حوالي سان پڻ سنڌي ادب ۾ اهميت وارو دور آهي. هن دَور ۾ ڪيترن قسمن جا ادبي فني تجربا ٿيا.

رزميه شاعريءَ جي ارتقائي صورت اڳتي هلي وطن پرستيءَ ۽ حق پرستيءَ جي موضوعن کي جنم ڏنو ۽ هن انساني قدر ذريعي وطن پرستيءَ جي جذبي کي اُڀاريو ويو ۽ ماڻهن جي اصلاح ڪئي وئي. وطن دوست سورمن ۽ ڌرتيءَ لاءِ جان قربان ڪندڙ جذبن کي پذيرائي ملي.

10 صدي عيسويءَ ڌاري مهاڀارت ۽ 1100ع ڌاري رامائڻ سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيا. هي ان دؤر ۾ ٻه اهڙا ڪارناما هئا، جن سنڌي ٻوليءَ جي ادبي ۽ مذهبي اهميت کي وڌايو. توڙي جو عربي ان وقت حڪمرانن جي دفتري ٻولي هئي، پر ان دؤر ۾ تختگاهه منصوره ۾ عربي ۽ سنڌي ٻئي زبانون ڳالهايون وينديون هيون. سنڌي ان دؤر ۾ ديوناگري لپيءَ ۾ لکي ويندي هئي، پنيور جا آثار ان جا گواهه آهن.

عرب دور ۾ سنڌ (منصوره) جي هڪ عالم ڪشمير جي راجا مهروڪ پٽ رائڪ لاءِ قرآن مجيد جو ڏيهي زبان (سنڌيءَ) ۾ ترجمو ڪيو هو. 1000ع ڌاري مهاڀارت جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو. ٻارهين صدي عيسويءَ ڌاري سومرن جي دؤر ۾ 'رامائڻ' کي به سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو.

عربي ٻولي پنهنجي مذهبي برتري ۽ دفتري ٻولي هئڻ سبب 300 سالن (711ع-1011ع) تائين سنڌي ٻوليءَ تي اثرانداز رهي، جنهنڪري ان جا لساني اثر سنڌي ٻوليءَ تي اڄ سوڌا نظر اچن ٿا. جڏهن عباسي سلطنت تي ايراني ۽ ترڪ قابض ٿيا ته انهن عربيءَ جي جاءِ تي فارسيءَ کي اهميت ڏني. هي دَور 1000ع کان شروع ٿئي ٿو جيئن ته سومرا سلطنت 1010ع کان 1216ع تائين ٻاهرين اثرن کان آزاد رهي، ان ڪري اهو گمان ڪري سگهجي ٿو ته ان دوران سنڌي زبان عربي ۽ ديوناگري لپيءَ ذريعي دفتري زبان رهي هجي. فارسي زبان جي ڪثرت سان واهپي جو ڪو مثال نه ٿو ملي. اُها پهرين اترئين هندستان ۾ غزنوين ۽ دهليءَ جي سلطنت طرفان مسلط ڪئي وئي هئي. فارسي زبان جو سنڌيءَ تي وڏي پيماني تي اثر پوءِ جي ڳالهه آهي. البت عربي زبان جي دفتري زبان طور رهڻ ڪري ان جا ڪيترا لفظ سنڌي ۾ داخل ٿيا ۽ گڏوگڏ سنڌي زبان پڻ عربيءَ کي ڪيترا لفظ اڌارا ڏنا.

صوفي درويشن عربي، هندي ۽ مختصر پيماني تي فارسي لفظن کي سومرا دؤر دوران سنڌي زبان ۾ متعارف ڪرايو. هن دؤر ۾ ٻيا ڪي رسم الخط به موجود هئا، جيڪي واپاري ماڻهو استعمال ڪندا هئا. اهڙيون ئي لپيون ملن ٿيون، جن جي ديوناگريءَ سان مشابهت نه هئي، پر اهي واپاري استعمال ڪندا هئا. البيروني 1000ع ڌاري لکي ٿو ته: ان وقت سنڌ ۾ ٽي اهم رسم الخط رائج هئا، جن ۾ اردناگري، مالواڙي ۽ سيندب اچي وڃن ٿيون. پهرين رسم الخط جو استعمال اتر سنڌ ۽ ڀاٽيا (ڀٽندا) ۾ ٿيندو هو. ٻيو رسم الخط ڏاکڻي سنڌ ۽ مالوا ۾ رائج هو ۽ ٽئين رسم الخط جو استعمال مرڪزي سنڌ يعني منصوره ۽ ان جي آسپاس ٿيندو هو. اها سومرا دؤر ۾ وڏيڪ اهميت رکندڙ لپي هئي. (شڪ آهي ته اها 'سيندب' لپي سنڌي آهي؟) مذهبي عالم ان دؤر ۾ عربي لپي استعمال ڪندا هئا.

هن دؤر ۾ فارسي ادب مختصر پر سرجيو ضرور ويو، جيڪو روهڙي ۽ سيوهڻ جي آسپاس تخليق ٿيو پر اهو محدود هو علي ڪوفيءَ جو چچنامو ان جو مثال آهي ۽ ٻين ڪن عالمن سنڌ جي واقعن کي فارسيءَ ۾ قلمبند ڪيو. ڪجهه صوفي درويشن فارسيءَ ۾ شاعري به ڪئي، جن مان قلندر لعل شهباز جا ڪجهه شعر ملي سگهيا آهن. هن دؤر ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب جي حوالي سان سڀ کان وڏو ڪارنامو اسماعيلي داعين جو هو، جن جي جوڙ جو ڪو اهڙو مذهبي فرق نظر نه ٿو اچي، جنهن سنڌي ٻوليءَ ۾ ايترو ڪم ڪيو هجي.

مجموعي طور سومرن جو دؤر سنڌي ادب جي حوالي سان، فني ۽ فڪري حوالي سان بنيادي حيثيت رکندڙ آهي. هن دؤر ۾ سنڌي ٻولي ۽ ان جي پکيڙ لاءِ رياست ۽ عام ماڻهن، درويشن، صوفين، سگهڙن، سنتالن تمام گهڻيون ڪوششون ڪيون. لوڪ ادب ذريعي ٻوليءَ جون پاڙون ڌرتيءَ ۾ پختيون ڪيون ويون. مذهبي تبليغ ذريعي ٻوليءَ جي ڦهلاءَ کي ممڪن بڻايو ويو. رسم الخط جي حوالي سان تجربا ڪيا ويا، ادب کي نئين فڪر ۽ فن سان نوازيو ويو ۽ اهوئي سبب هو جو هن دؤر ادبي تاريخ ۾ هڪ بنيادي دؤر واري شناخت قائم ڪئي.

**واپار:** سنڌ واپار ۽ ڪاروبار جي حوالي سان هميشه هڪ خوشحال خطو رهيو آهي. سنڌ جو واپار ڏيهان ڏيهه مشهور هو سومرا دؤر ۾ سنڌ جا يورپ سان گڏوگڏ ٻين اهم ملڪن سان واپاري لاڳاپا هئا. هن دؤر ۾ لڳ ڀڳ 200 واپاري جنسون مشرق مان مغرب اماڻيون ويندڙيون هيون ۽ مشرق وري اتان ٻين شين سان گڏوگڏ اتان سون جي خريداري ڪندو هو. جنهن مان زيور وغيره ٺاهيا ويندا هئا.

عام طور سنڌ مان جيڪي جنسون وڪرو ڪيون وينديون هيون، تن ۾ اٽ، گيهه، رڍن جي ڏاس، ڪپڙو، ڪپهه، مينهون، ڳئن جو چمڙو، رڍون، ڪاٺ جو فرنيچر، کنڊ، ڪارپيٽ، هٽ جي هنر جون شيون شامل آهن. ان کان سواءِ زرعي جنسن جو واپار پڻ ڪيو ويندو هو. پنيور وٽ اهڙن ڪمرن ۽ جاين جا نشان مليا آهن، جتي وڏي سائيز ۾ ٺڪر جا ٿانو ٺاهيا ويندا هئا. ان مان ثابت ٿئي ٿو ته ٺڪر جي ٿانون جو هنر به ان وقت وڏي اهميت رکندو هو. وقت ۽ حالتن گذرڻ سان سنڌ پنهنجي اُن واپاري ۽ ڪاروباري شناخت کي قائم رکيو. منصوره ۽ برهمڻ آباد جي اجڙڻ کانپوءِ به سنڌ پنهنجي 'واپاري منڊي' واري سڃاڻپ قائم رکي. ٻيڙين ذريعي جپان، مصر، چين ۽ عراق سان پنيور وٽان ڪاروبار جاري رهيو. فاطمي خلافت قائم ٿيڻ کانپوءِ پرآسائش شين جي ضرورت ۽ استعمال ۾ واڌارو ٿيو ۽ واپاري منڊين جي قدر قيمت وڌي وئي. پنيور جي معاشي زندگيءَ جو معيار واپار ۽ ڪاروبار تي هو. ان دوران چين، شام، عراق ۽ ٻين ملڪن مان زندگيءَ کي پرآسائش بڻائيندڙ شيون گهرايون وينديون هيون. جيڪا ڳالهه سومرا دؤر جي خوبصورت رهڻي ڪهڻيءَ جي نشاندهي ڪري ٿي. سنڌ جو ڏکڻ ايشيا سان اهو ڪاروبار پنيور (ديبل) وٽان ٻيڙين ذريعي 1224ع تائين جاري رهيو ۽ پوءِ ساڳئي واپار ۽ ڪاروبار جو مرڪز لاهري بندر ٿيو. ان دؤر ۾ يهودي واپاري چڱي خاصي تعداد ۾ پنيور ۾ رهندا هئا. ان وقت ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات جي آسپاس ساموندي ڦورو به موجود هئا، جيڪي مختلف وقتن تي پنهنجون ڪارروايون ڪندا هئا. ابن بطوطه انهن جو ذڪر به ڪيو آهي.
*(پنيور ۽ ديبل، ص: 264، ايم. ايڇ. پنهور جو مضمون، سال 1986ع)*

هن دؤر جو اهم بندرگاهه 'ديبل' هو ان جي تباهيءَ کانپوءِ سنڌ کي واپاري ۽ ڪاروباري ڌڪو رسيو درياهه جو رخ مٽائڻ ۽ بندر جي ٻيهر جوڙجڪ نه ڪرڻ کان پوءِ لاهري بندرگاهه کي تيرهين يا چوڏهين صدي عيسويءَ ڌاري نئون بندرگاهه بڻايو ويو. ديبل کي جلال الدين خوارزم طرفان باهه ڏني وئي هئي، جنهن ۾ هي بندرگاهه سڙي خاڪ ٿي ويو

۽ ان بندرگاهہ کي ٻيهر قائم ڪرڻ يا نئين سر اُهرائڻ جو ڪو امڪان نہ بچيو هو. ٻئي طرف درياهہ بہ پنهنجو رخ مٽايو هو. ان ڪري مرڪزي بندرگاهہ جي حيثيت لاهري بندر ڏانهن منتقل ٿي وئي. مؤرخ وصاف (وفات: 718ھ) جنهن پنهنجي 'تاريخ وصاف' 707ھ (1307ع) ۾ تصنيف ڪئي، رشيدالدين (وفات: 718ھ) جي 'جامع التواريخ' ۽ ابن بطوط جي 'سفرنامي' مان ان زماني جي سنڌ جي واپار جي پڻ خبر پوي ٿي، جڏهن سومرن جي صاحبيءَ جو سنڌ ۾ آخري دؤر هو. تن ڏينهن ۾ سنڌ جو واپار سمنڊ رستي هرمز، قيس، بحرين، عدن، گجرات، مليبار، ڪارو منڊل ۽ چين سان هلندڙ هو. مٿين ملڪن جي دولت سنڌ جي بندر لاهريءَ ڏانهن ڇڪجي ايندي هئي. ديبل جو اوج مٽجي چڪو هو. مٿيون واپار عربي ۽ چيني جهازن معرفت هلندو هو. چين جا جهاز 'جنڪ' سڏبا هئا. انهن واپارين معرفت سنڌ جو ڪپڙو هندستان جي بندرن تي نيڪال ٿيندو هو. مصر ڪان ريشمي ڪپڙو، خوشبودار شيون ۽ سچا موتي قافلن جي وسيلي خراسان جي شهرن تائين پهچندا هئا. تراريون، گهوڙن جون زينون، ڪپڙو ۽ خوشبودار مصالحا سنڌ مان ٻاهر ويندا هئا. هرمز، قيس توڙي بحرين ۽ عدن کان هر سال ڏهہ هزار گهوڙا سنڌ ۽ هندستان جي شهرن ۾ وڪري لاءِ ايندا هئا. سنڌ ۾ هڪ عربي گهوڙي جي قيمت 220 دينار هئي ۽ دکن ۾ ابن بطوط جي بيان موجب هڪ گهوڙي جي قيمت 500 دينار هئي. ائين سنڌ مجموعي طور پنهنجي واپاري صنعت کي هن دؤر ۾ بہ نہ رڳو سنڀاليو، پر اوج طرف راغب ڪيو. *(قديم سنڌ جي تجارتي تاريخ، چيتن لال ماڙيوالا، ص: 77- 79، ڪنڊيارو 2004ع)*

**سومرن جي دؤر ۾ سنڌ جا مشائخ ۽ مشاهير:**

تاريخي طور تي سنڌ امن، ڀائپي، مساوات ۽ برابريءَ جي سڃاڻپ رکندڙ ڌرتي رهي آهي. سنڌ جي خمير ۾ اها شيءِ هميشہ رهي آهي ۽ جيڪو بہ فڪر سنڌ ۾ آيو، ان ۾ هتان جي رواداريءَ واري عنصر هر دؤر ۾ پنهنجي جاءِ ناهي آهي. سومرا دؤر ۾ سنڌ ۾ مذهبي رواداريءَ واري روايت واضح ۽ چٽي نظر اچي ٿي. هن دؤر ۾ هر مذهب کي وڌڻ، ويجهڻ، عبادت، مذهبي ڏهاڙن ملهائڻ جي آزادي هئي. هندوڌرم، ٻڌمت ۽ اسلام سان لاڳاپيل مختلف فڪر جي مبلغن کي تبليغ جي مڪمل آزادي هئي. تاريخ مان اهڙا ڪيترا ثبوت ملن ٿا تہ سومرا دؤر ۾ ٻڌمت جي مذهبي عبادتگاهن جي مرمت بہ ٿيندي رهي. هندن کي رياست جي ڪاروهنوار ۾ اهم عهدن تي فائز ڪيو ويندو هو خود سومرن مسلمان ٿيڻ کانپوءِ بہ پنهنجون ڪيتريون روايتون ۽ نالا ساڳيا برقرار رکيا. اسلام ۽ صوفي ازم جي تبليغ لاءِ آيل ماڻهن کي جيءَ ۾ جايون ڏنيون ويون هيون ۽ سندن اهي عمل ئي هئا، جن کان متاثر ٿي ماڻهو سندن معتقد ٿيا. هن دؤر ۾ مذهبي حوالي سان فضا سازگار هئي، ڪو بہ ڪٽرپڻو نہ هو. هتي سومرا دؤر جي مختلف مڪتبہ فڪرن جي مشائخن ۽ مشاهيرن جو ذڪر ڪجي ٿو جن ان دؤر ۾ پنهنجي پنهنجي فڪر جي روشني ڦهلائي ۽ ماڻهن کي متاثر ڪيو. سومرا دور جي مشاهيرن ۽ مختلف صوفي سلسلن ۽ مشاهيرن لاءِ هي مواد مولائي شيدائيءَ جي ڪتاب 'جنت السنڌ' (اشاعت 1958ع) تان ورتو ويو آهي.

مختلف سلسلا ۽ انهن سان وابستہ بزرگ:

(1) **حسني ۽ حسيني سلسلو:** حسني ۽ حسيني سلسلي جي ابتدا سنڌ مان ٿي، هن سلسلي جو پهريون بزرگ امير ڪبير سيد قطب الدين جو پاڙيچو هو ۽ ڇهين صدي هجريءَ جي ابتدا ۾ سنڌ پهتو بعد ۾ تبليغ جي سلسلي ۾ دهلي، ڪڙهہ کان ٿيندو ڪپور پهتو ۽ اُتي وفات ڪيائين. سيد احمد شهيد سندس اولاد مان هو.

(2) **رضويہ سلسلو:** رضويہ سلسلي جي شروعات بہ سنڌ کان ٿي. هن سلسلي جو پهريون بزرگ سيد محمد مکي، هجري سن جي ابتدا ۾ بکر، سکر پهتو ۽ سندس قبر بہ سکر ۾ آهي. سندس اولاد سکر ۽ بکر ۾ اڃا موجود آهي، پر هي سيد اوڇ ۽ بنگال تائين پکڙجي ويا.

(3) **لکياري/ راشدي سيد:** هن خاندان جو پهريون بزرگ سيد علي بن عباس، سنڌ ۾ لکي شهر ۾ اچي رهيو ۽ هي خاندان لکياري سڏيو. اڳتي هلي هي خاندان لکياري ۽ راشدي ٻن شاخن جي نالن سان سڏيو ويو. لکياري ساداتن جي وڏي گادي شاهہ صدر لکيءَ ۾ آهي، جڏهن تہ راشدين جون ٻہ گاديون: (1) هڪ پير پاڳارن جي پير ڳوٺ خيرپور ۾، ۽ ٻي پير جهنڊي جي سعيدآباد ويجهو آهي.

(4) **قلندري/ قادري سلسلو:** هن سلسلي جو اڳواڻ عثمان مروندي قلندر لعل شهباز ولد ابراهيم ڪبير آهي، جيڪو مڪران ۽ ملتان کان ٿيندو سنڌ ۾ سيوهڻ ۾ اچي رهيو. سندس سلسلو قلندري/ قادريہ سڏجي ٿو.

(5) **چشتيہ سلسلو:** چشتيہ هن سلسلي جي مشائخن مان شيخ نصيرالدين چراغ دهلوي، سلطان محمد تغلق سان گڏ سنڌ ۾ ساموئي (ٺٽي) آيو هو ۽ پوءِ سلطان فيروز تغلق سان گڏ سيوهڻ، بکر ۽ ملتان کان ٿيندو دهليءَ پهتو. سندس پاڙيچو ڪمال الدين دهلوي بہ سنڌ مان ٿي گجرات پهتو هن جي اولاد مان اهڙا بزرگ ٿيا، جن 12 صدي هجريءَ تائين چشتيہ سلسلي کي سنڌ، گجرات ۽ بلوچستان ۾ پکيڙيو. انهن مان شيخ حسام الدين عثمان بن دائود ملتانيءَ جو سنڌ ۽ گجرات ۾ وڏو اثر هو. هن سلسلي جا مريد سنڌ، گجرات ۽ مڪران ۾ موجود آهن.

(6) **سهرورديہ سلسلو:** هن سلسلي جو شيخ حامد السندي پهريون بزرگ هو جيڪو هجري صديءَ جي ابتدا ۾ سنڌ ۾ اچي رهيو. ان کانپوءِ مخدوم جهانيان سرخ جلال بخاريءَ جو نائي ۽ خليفو سيد شرف الدين مهدي سنڌ ۾ اچي رهيو ۽ پوءِ پڙوچ (گجرات) ۾ وڃي رهيو. مخدوم جهانيان جا پوٽا سيد برهان الدين عبدالله بن محمود بخاري سندي ۽ سيد حامد بن محمود بہ سنڌ آيا ۽ بعد ۾ گجرات پهتا. هي اُچ جا بزرگ ملتان جي سهروردي درگاهہ جا مريد هئا.

(7) **رفاعيہ سلسلو:** رفاعي سلسلي جي بزرگ سيد احمد ڪبير عراقيءَ جي خليفي شيخ شرف الدين اساوليءَ کان سنڌ ۽ گجرات وارن فيض حاصل ڪيو ان کان سواءِ سندس خليفي نصير بن جمال النوساريءَ جا پڻ سنڌ ۽ مڪران ۾ مريد هئا.

## مشاهير

**مخدوم نور الله:** مخدوم نور الله عرف مخدوم نورنگ، سومرو، وڏو عالم ۽ درويش هو ۽ ملتان وارن بزرگن پاران لاڙ لاءِ خليفو مقرر هو. سندس مقبرو ٺٽي ۾ غلام حيدر ۾ آهي. هن جو اولاد پاڻ کي 'نورنگ زاده' سڏائيندو آهي.

**مخدوم عبدالله:** مخدوم عبدالله جيسلمير جي هندو راجا جو نوجوان راجڪمار هو جيڪو پوءِ مسلمان ٿيو. ڪيس حضرت بهاءالدين زڪريا سنڌ ۾ روحانيت جي تبليغ لاءِ موڪليو هو. مخدوم عبدالله پراڻن هالن ۾ اچي رهيو ۽ وڏو فيض بخش بزرگ ٿي گذريو آهي. هالن وارا پيٽي مخدوم عبدالله جو اولاد آهن.

**مخدوم فاضل شاهه:** مخدوم فاضل شاهه، مخدوم عمادالدين جي اولاد مان شيخ رڪن الدين عالم جو پاءُ هو ۽ سنڌ جي حاڪم ڪشلي خان سان، محمد تغلق پاران شهيد ٿيو هو. مخدوم فاضل شاهه ڪلان وڏي اتالي سان پهرين ڪشمور ۽ پوءِ ٺٽي الهيار لڳ بکيرن جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو. هن پنهنجي عزيز مخدوم شهرالله بکيرائيءَ کي پنهنجو جانشين مقرر ڪيو هو. بکيرن جي هيءَ گادي سنڌ ۾ غوث پوش پيرن جي وڏي گادي ليکي وڃي ٿي.

**شاهه اسماعيل:** هي بزرگ مخدوم شهر الله ملتان جي سجاده نشين جو فرزند هو. روحانيت جي تبليغ لاءِ ڳوٺ نوتيار تعلقي بدين ۾ اچي رهيو. سندس مقبرو 'نئين باڙ' جي ڪپ تي آهي.

**شيخ صوبدار:** ملتان وارن بزرگن جي خاندان مان شيخ صوبدار مست بدين جي ڳوٺ غوثپور ۾ اچي رهيو. جتي انهن ڏينهن ۾ سومرن جو زور هو. هن بزرگ کان ڪيترائي فيضياب ٿيا. سندس مقبرو به اتي آهي. شيخ موصوف جي اولاد مان ڪي سنڌ مان لڏي ڪڇ جي 'ناڙايي' ڳوٺ ۾ ويا. جتي سندن درگاهون اڄ تائين قائم آهن. ڪي اتا تائين بدين تعلقي ۾ پنهنجن وڏن جي مقبرن تي رهن ٿا ۽ پنهنجا مريد خادم اٿن.

**شاهه عبدالله:** شاهه عبدالله عرف ابن شاهه بزرگ به ملتان وارن بزرگن جي خاندان مان روحانيت جي تبليغ لاءِ سنڌ ۾ آيو هو.

**شاهه عبدالصمد:** هن بزرگ جو مقبرو ڳوٺ باول، تعلقي ٺٽي الهيار ۾ آهي.

**مخدوم عبدالرحمان:** هي بزرگ اصل ۾ هندو ٺڪر هو. پر پوءِ ملتان جي صاحبن کان روحاني فيض ۽ خلافت حاصل ڪيائين. هن بزرگ کي عام طرح 'رام جاڳو' به سڏيندا آهن. سندس وڏو ساليانو ميلو ساماري شهر جي ويجهو لڳندو آهي.

**پير پٺورو:** هي بزرگ اصل ۾ مينگهواڙ هو. پر سندس اعتقاد ۽ صدق ملتاني بزرگن ۾ تمام گهڻو هو. تنهنڪري اتان فيض ۽ خلافت حاصل ڪيائين. سندس مقبرو تعلقي پٺوري ۾ اڪري اسٽيشن وٽ آهي. هن جي درگاهه تي هزارين عقيدتمند ايندا آهن. پير پٺوري جو هر سال ميلو پڻ لڳندو آهي.

**شيخ عيسيٰ:** هي بزرگ ملتان وارن صاحبن جو خليفو هو. ڳوٺ شيخ بيد، لڳ لنواري شريف، ضلعي بدين ۾ سندس مقبرو آهي. لاڙ مان جڏهن به ملتاني فقيرن جي ڪا جماعت ملتان ويندي آهي يا اُتان موٽندي آهي، تڏهن هن درويش جي مقبري جي زيارت ڪين ضرور ڪرڻي پوندي آهي.

## سومرا دور- هڪ جائزو:

سومرا دور جي تاريخ اڻپوري ملڻ جا ڪيترائي ڪارڻ آهن. مير معصوم بکري پهريون تاريخدان هو، جنهن سومرن جي تاريخ لکي ۽ 9 حڪمرانن جا نالا ڏنا. مير صاحب جيئن ته مغلن جو ملازم هو، ان ڪري هن جي نظر ۾ اهميت افغانستان ۽ هندستان کي هئي، ان صورت ۾ سنڌ جي سومرن حاڪمن کي هن ترجيح نه ڏني، ان جي مقابلي ۾ 'منتخب التواريخ' جي مصنف يوسف اتڪيءَ کي جس آهي، جنهن هن دور کي ڪجهه قدر نروار ڪيو. 'تحفة الڪرام'، 'لب تاريخ سنڌ' ۽ 'جنت السنڌ' جي مؤرخن، مير معصوم جي ئي پيروي ڪئي آهي. امڪان آهي ته هن دور بابت ڪي ڪتاب لکيا ويا هجن. پر 1520ع ۾ ارغونن ٺٽي شهر جي ساڙيار ۾ اهڙا دستاويز ناس ٿي چڪا هجن. بادشاهتن ۽ حڪومتن لاءِ ملڪي اتحاد جي ضرورت هوندي آهي، جنهن جي سومرا دور ۾ گهوٽ نظر اچي ٿي. ان کان سواءِ ان دور جي سنڌ جي آسپاس جو ماحول سومرن جي مرد ۽ مفاد ۾ نه هو.

محمود غزنوي (979- 1036) هڪ دهشت پسند حڪمران هو هن منصوره تي حملو ڪيو. خفيف سومري کي قتل ڪرايو سنڌ ۽ ملتان جي حڪومتن ۾ سختي ڪئي. غزنوين کانپوءِ غوري خاندان (موجوده افغانستان جي حدن ۾) حڪمران بڻيو غورين جي سلطان شهاب الدين غوريءَ هند ۽ سنڌ تي گهٽ ۾ گهٽ چار حملا (1175ع، 1186ع، 1190ع ۽ 1193ع ۾) ڪيا ۽ زبردست ماراڌاڙ ڪئي. نتيجي طور مقامي سومرا متحد ٿي فوجي سگهه بنجي نه سگهيا. محمود غزنويءَ کانپوءِ غوري حملن جي وچ ۾ سوا صديءَ کان ڏيڍ صديءَ جو عرصو آهي، جنهن پوري دور ۾ بيءَ ڪنهن به قوت جي سنڌ ۾ مداخلت نه ٿي ڏسجي. جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته سومرا ڪنهن بيءَ طاقت جي شراڪت ۽ مداخلت کان سواءِ سنڌ جا اڪيلا حڪمران رهيا هئا.

هندستان تي آخرڪار 1206ع ۾ مسلمانن جي حڪومت غوري خاندان جي ڪُک مان جنم ورتو. سلطان شهاب الدين کي پٽ نه هو ان ڪري هن پنهنجي زندگيءَ ۾ پنهنجي سلطنت ٽن ترڪ غلامن ۾ تقسيم ڪري، تاج الدين يلدوز کي غزني، قطب الدين ايبڪ کي لاهور ۽ دهلي، ۽ ناصرالدين قباچه کي سنڌ ۽ ملتان ڏنائين. قطب الدين ايبڪ جي قبضي ۾ دهلي رهي، پر هن لاهور ۾ رهڻ کي اهميت ڏني.

ايبڪ خاندان کي تاريخن ۾ 'غلام گهراڻو' سڏيو وڃي ٿو هنن لڳ ڀڳ 85 سال (1206- 1290ع) هندستان تي راج ڪيو 85 سالن جي راج ۾ غلام خاندان جا ڪل يارهن حڪمران رهيا، جن جو هڪ طرف گهڻو وقت اقتدار لاءِ پاڻ ۾ ويڙهه ۾ گذريو ۽ ٻئي طرف مرڪزي ايشيا ۾ منگول خاندان، بادشاهت حاصل ڪري، مرڪزي ايشيا، افغانستان،

ايران ۾ هندستان جي امن ۾ حاڪميت کي خطري ۾ وجهي ڇڏيو. ان صورت ۾ سومرن لاءِ 'غلام گهراڻو' ڪو وڏو خطرو نه هو. البت غلام گهراڻي جي ابتدائي دور ۾، سنڌ ۾ سومرن لاءِ ناصرالدين قباچه مسئلو بڻيو رهيو. مير علي شير قانع جي لکت موجب ان دور ۾ سنڌ ۾ ست راڻا حاڪم ملتان جي (قباچه) بادشاهه جا ڏن ڀرو هئا: (1) راڻو سهتو (پنوهر) راڻوڙ رهندڙ ڊيرو: (2) راڻو سَندو ولد ڏماچ ڪوريجو سمو، رهندڙ تونگ (هي روپاهه جي حدن ۾ هو)، (3) جيسر ولد ججه (ججو) ماڇي/ سولنگي، رهندڙ مانگتارو (ماٽڪ تارو ؟)، (4) وکيو ولد پنهون چنو (ساڪن سوئيءَ جو لڪ)، (5) چنو ولد ڏيٿو، ذات چنو، رهندڙ پاڳناڙي، (6) جيو پٽ ورياهه، ساڪن جهم يعني هيمر ڪوٽ ۾ (7) جسوڌن آگرو رهندڙ 'مين تڪر' تعلقو پانيرواهه. *(تحفة الڪرام، ص: 81)*

خداداد خان سنڌ جي هن تقسيم ۾ بندوبست جو عرصو 610هه/ 1213ع ڄاڻايو آهي. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي ترجمو ص: 39- 40)*

منگولن ۾ جلال الدين خوارزم شاهه ۾ دوستي هئي، پر پوءِ منگول خوارزم شاهه جي سخت خلاف ٿي ويا، پرسي سائيڪس موجب جلال الدين موجوده پاڪستان واري ايراضيءَ جي حدن ۾ ٻه هزار سپاهي وٺي داخل ٿيو ۽ دشمن جي حملي کان بچي انڊس علائقي ۾ ٻن سالن (1222- 1223ع) تائين رهيو. هن التمش سان دوستيءَ جي ڪوشش ڪئي، پر هن انڪار ڪيو. آخرڪار هو مڪران رستي ايران هليو ويو. *(هسٽري آف پرشيا، جلد 2، ص 88، لنڊن 1951ع)*

هند سنڌ جي مؤرخن کي اها خبر ئي نه هئي ته جلال الدين خوارزم شاهه، پنجاب، ملتان، سيوهڻ ۽ ٻين شهرن ۾ رُلي پني آخر سنڌ جي ديبل بندر پهتو هو. ان وقت هتي (سنان الدين) چنيسر سومرو حاڪم هو. چنيسر ڏاڍين حملي آور جو ٻڌي ٻيڙين ۾ چڙهي سمنڊ طرف نڪري ويو. ان ريت هو پاڻ کي بچائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. *(ممتاز مرزا: سنڌ صدين کان، ص: 214ع)* جلال الدين خوارزم شاهه (1221- 1223ع) پوءِ ان رستي کان ايران لاءِ سڪندراعظم واري اختيار ڪيل رستي سان نڪري ويو.

جڏهن خوارزم شاهه سنڌ ۾ ڪارروايون ڪيون پئي، ان وقت ملتان ۾ اُچ (سنڌ) تي ناصرالدين قباچه (1206- 1228ع) جي حڪومت هئي. ليڪن هو به پناهگير هاڪاري آڏو اچڻ جي همت نه ڪري سگهيو هو.

هتي هي سوال حل طلب آهي ته، قباچه جي دور ۾ سنڌ جا ست راڻا ڪيئن پيدا ٿيا؟ ان جو جواب اهو ٿي سگهي ٿو ته، قباچه سومرن ۾ سنڌ جي طاقت کي ٽوڙڻ لاءِ مقامي اثر رسوخ رکندڙن کي ننڍا ننڍا حاڪم مقرر ڪيو هجي. باوجود انهن مشڪلاتن جي سومرن جي حڪومت نه رڳو سنڌ ۾ موجود هئي، پر ان پنهنجو تسلسل به قائم رکيو. اها به تصديق ٿئي ٿي ته ديبل بندر پڻ ڪجهه وقت لاءِ سنڌ جو تختگاهه رهيو هو.

غلام گهراڻي (1206- 1290ع) کانپوءِ دهلي سلطنت تي خلجي خاندان قابض ٿيو. خلجين 1290ع کان 1320ع صرف ٽيهه سال سلطنت دهليءَ تي حڪومت ڪئي. مؤرخ لکن ٿا ته خلجين به سنڌ تي قبضو ڪيو ۽ هتي پنهنجا گورنر مقرر ڪيا، پر ان جي تصديق نه ٿي ٿئي. علاؤالدين خلجي هن خاندان جو ناليوارو بادشاهه ٿي گذريو آهي. هن 1296ع کان 1316ع تائين ويهه سال دهليءَ جو تخت ماڻيو. هن بادشاهه جي حوالي سان سومرا دور جي تاريخ ۾ حملو واقعاتي دور ملي ٿو جنهن کي لوڪ روايتن ۾ به بيان ڪيو ويو آهي، پر اهو واقعو حڪمرانن جي حوالي سان وڏيءَ حد تائين تڪراري آهي. پونگر سومرو چاليهه سال سنڌ تي حڪومت ڪرڻ بعد گوشه نشين ٿي ويو هو. سندس وڏو پٽ چنيسر نئون حاڪم بڻيو، پر جيئن ته هو ڏاري ماءُ جو پٽ هو، ان ڪري اڪثر اميرن سندس مخالفت ڪري، چنيسر کي تخت تان لاهي دودي کي نئون سومرو حاڪم مقرر ڪيو. جيڪو ڏاڏي پوٽيءَ مان هو. چنيسر ناراض ٿي دهليءَ دانهين ويو. علاؤالدين (1296- 1316ع) پنهنجي فوجي اڳواڻ کي چنيسر جي مدد لاءِ حڪم جاري ڪيو ۽ سالار خان سنڌ تي حملي آور ٿي آيو. روايتن موجب دودي پنهنجي حرم جي سمورين سومرين کي پناهه خاطر ڪڇ جي ابڙي سردار ڏانهن موڪليو ۽ پاڻ دهليءَ جي لشڪر جو مقابلو ڪيو، جنهن ۾ هو سر ڏئي سنڌ وطن تان شهيد ٿيو. بعد ۾ چنيسر جي غيرت به موٽ کاڌي ۽ اهو به خلجي لشڪر سان وڙهندي ماريو ويو. هن ويڙهه ۾ خلجين جو به گهڻو نقصان ٿيو.

چون ٿا ته هي جنگ 'روپاهه ماڙيءَ' وٽ ٿي هئي، جتي دودي ۽ چنيسر جون مزارون موجود آهن ۽ اتي هر سال ميلو به لڳي ٿو.

علاؤالدين جي دور جو تاريخي حوالي سان جائزو وٺجي ٿو ته ان دور ۾ ڪو به دودو يا چنيسر سنڌ جو حاڪم نه ٿو ملي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هن داستان جي سموري مواد کي ٻن جلدن *(لوڪ ادب سلسلي جو ڪتاب اناويهين، جلد 1، 1976ع، جلد 2، 1977ع)* ۾ سهيڙيو ۽ بعد ۾ ان قصي جي چنڊڇاڻ ڪري 'سومرن جو دور' نالي ڪتاب لکيو، جيڪو 1980ع ۾ ڇپيو هي ٻيئي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپيا آهن. ڊاڪٽر بلوچ هن اُلجهيل معاملي کي سلجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان لاءِ هن ايراني مؤرخ عطا ملڪ جي ڪتاب 'تاريخ جهانڪشائي جو ويني' ۽ هندي ليکڪ منهاج سراج جي ڪتاب 'طبقات ناصري' کي به سامهون رکيو آهي. *(سومرن جو دور، ص: 191- 192)* ليڪن ان ڏس ۾ وڌيڪ ڪم ۾ کوجنا جي ضرورت اڃا به باقي آهي. ڪي سومرا ليکڪ اها راءِ رکن ٿا ته روپاهه ماڙيءَ ۾ دودي ۽ چنيسر جون مزارون فرضي آهن. جڏهن عوامي روايتون انهن کي حقيقي قرار ڏين ٿيون.

جلال الدين خوارزم شاهه 1221ع کان 1223ع تائين سنڌو ماٿريءَ ۾ هو ۽ ان وقت ديبل ۾ سنڌ جو حاڪم (سنان الدين) چنيسر هو. اهو دهلي سلطنت جو به ابتدائي دور هو. جڏهن ته علاؤالدين خلجي 1296ع کان 1316ع تائين دهليءَ جو سلطان رهيو آهي. خلجين کانپوءِ

تغلق دهلي سلطنت جا مالڪ ٿيا هئا، جن 1320ع کان 1413ع تائين سلطاني ماڻي. هن عرصي ۾ سومرن جي حڪومت جا باقي ٽيهه سال بچيا هئا، جو ته 750هه/ 1351ع ۾ سومرن جي جاءِ تي ’سما گهراڻو‘ سنڌ جو نئون حاڪم گهراڻو ٿيو. آخري سومرو حاڪم همير پٽ دودو ٿي گذريو آهي. جڏهن سومرا ڪمزور ٿيا، تڏهن هنن سمن کان اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ فيروز تغلق جي مدد حاصل ڪرڻ گهري هئي، دهلي سلطنت ملتان جي گورنر عين الملڪ ماهروءَ کي سندن مدد لاءِ چيو هو. ان سان گڏ گجرات جي گورنر کي به مدد لاءِ تاڪيد ڪيو ويو هو. عين الملڪ ماهروءَ جا خط ’انشاءِ ماهرو‘ موجود آهن، جن ۾ ان قسم جو تاريخي مواد موجود آهي. *(سومرن جو دور، ص: 190، 193، 194، 1999، 242)*

انهن حالتن ۾ سنڌ جو عوام سومرن کان لاتعلق ٿي، سمن ڄامن طرف آزادي ۽ خودمختياريءَ لاءِ ڏسڻ لڳو. سنڌ جي سياسي ميدان ۾ آيل هن تبديليءَ لاءِ مير علي شير قانع لکيو آهي ته، ارميل (همير) جنهن صورت ۾ ظالم نڪتو، تنهنڪري سمن بغاوت ڪري ڪيس ڪُهي ڇڏيو. هي واقعو 752هه ۾ ٿي گذريو آهي. *(تحفة الڪرام، ص 89)* همعصر تاريخي مواد همير جي پوءِ به زنده هئڻ جي تصديق ڪري ٿو. سمن جي ڪامياب بغاوت ڪانپوءِ، همير پٽ دودي جي اولاد گجرات ۾ وڃي پناهه ورتي. اهڙو ذڪر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ به هڪ مضمون ۾ ڪيو آهي. *(رسالو ’مهراڻ‘، نمبر 3، سال 1981ع)*

سومرن جي دور جي هن تجزياتي مواد مان هي نتيجا نڪرن ٿا:

(1) هن دور جي تاريخ صحيح ۽ درست نه ملڻ جو ارمان ٿئي ٿو.

(2) سنڌ جي تاريخ ۾ جيترو طويل عرصو (يعني 340 سال) سومرا خاندان حڪومت ڪئي، ايترو وقت ڪنهن به ٻئي خاندان کي نصيب نه ٿيو. پر ڏک اهو آهي ته سومرن ملڪ اندر نه ڪو مضبوط انتظامي ڍانچو ٺاهيو ۽ نه وري ڪا منظم فوج ٺاهي، حملي آورن جو مقابلو ڪيو. ٿي سگهي ٿو ته مستقبل جو ڪو مؤرخ نوان ماخذ اڳيان آڻي ڪي نتيجا ڪڍي.

***(مواد تيار ڪندڙ: ڊاڪٽر غلام محمد لاکو)***

## سنڌ ۾ سمن جو دور

سمن جو حڪومتي دور سنڌ جي تاريخ ۾ وڏي اهميت وارو دور ليکيو وڃي ٿو. سما گهراڻي 1351ع کان 1520ع تائين جملي 169 سال، سنڌ تي حڪومت ڪئي. سما اصل ۾ قديم ۽ وسيع سنڌي علائقي ڪڇ جا رهاڪو مسلم راجپوت (سمات) هئا. حڪومتي مسند تي ويهڻ ڪانپوءِ هنن ’ڄام‘ لقب اختيار ڪيو. سندن دور حڪومت ۾ مجموعي طور 15 (پندرهن) تاجدارن حڪومت ڪئي. هن گهراڻي جو حاڪم ڄام نظام الدين سمو (عرف ڄام نندو) پنهنجي قابليت، غريب پروريءَ، نيڪو ڪار هئڻ سان گڏ دور انديش حاڪم هئڻ جي صورت ۾ ڪافي مقبول ۽ مشهور رهيو. تاريخي تذڪرن ۾ ڪيس امن پسند ۽ وطن دوست حاڪم طور ليکيو ويو آهي.

ابتدائي سما ڄامن دهلي سلطنت جي نيم غلاميءَ کي قبول ڪيو هو پر بعد ۾ اُهي مڪمل آزاد حڪمران بڻجي ويا.

مجموعي طور هي دور سنڌ اندر سماجي، معاشي، سياسي، تعليمي ۽ ادبي لحاظ کان بهترين ۽ سونهري دور سمجهيو وڃي ٿو. سنڌ اندر ڪيترا زرعي سڌارا توڙي تعليمي سڌارا آندا ويا. هن دور ۾ سنڌ جون سرحدون به ڪافي حد تائين محفوظ رهيون. هن دور جي خاص ڳالهه هيءَ به هئي ته سومرن جي حڪومتي دور ۾ سومرا قبيلي جا حاڪم سنڌ ۾ ننڍيون ننڍيون حڪومتون قائم ڪري، مختلف علائقن جا ’راڄ ڌڻي‘ ٿي حڪومت ڪندا پئي آيا، پر سما گهراڻي سنڌ ملڪ ۾ ’مرڪزي حڪومت‘ جو سرشتو بحال ڪيو ۽ سنڌ کي پرڳڻن ۾ ورهائي، انهن تي گورنر مقرر ڪيا ۽ اڳئين دور کان حڪومتي سرشتي جون حدون پڻ وڌايون.

هن دور ۾ علم ادب جي پڻ وڏي ترقي ٿي، عالمن، مشائخن، اديبن، علم جي ڄاڻن، شاعرن، تاريخ نويسن، مدرسن ۽ استادن جي خوب سرپرستي ڪئي وئي، مدرسن ۾ ديني توڙي دنياوي تعليم کي فروغ ڏيڻ لاءِ حڪومتي سطح تي ڀرپور ڪوششون ورتيون ويون. نصابي ڪتاب لکرائي تيار ڪرڻ جو رواج عمل ۾ آندو ويو.

مجموعي طور سمن حاڪمن جو دور، سنڌ جو سونهري دور آهي. هن دور ۾ اقتصادي لحاظ کان توڙي علمي ۽ انتظامي لحاظ کان سنڌ ملڪ جو خاص نظام ترتيب ڏنل ملي ٿو اهو ئي سبب آهي، جو هن دور ۾ سومرن جي پوئين دور جا رومانوي داستان، لوڪ ڏاهپ جا قصا ۽ داستان مشهور ٿيا.

### سما حڪمرانن جو دور:

هن گهراڻي جي 19 (اوڻيهن) حڪمرانن سنڌ تي بادشاهت ڪئي، جن مان هر هڪ حڪمران جو دور وار الڳ الڳ تذڪرو ڪجي ٿو. هتي هيءَ به وضاحت ڪجي ٿي ته سمن ڄامن تي انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي جلد چوٿين ۾ مفصل مواد آيل آهي، ان ڪري هتي ’سمن جي سلطنت‘ *(ليکڪ: غلام محمد لاکو)* ڪتاب تان مختصر مواد پيش ڪجي ٿو:

(1) **فيروزالدين شاهه، ڄام انڙ (اول) (1353ع-1351ع):** هي سمن جي گهراڻي جو پهريون تاجدار هو جنهن سيوهڻ تي چڙهائي ڪري سومرن جي مقرر ڪيل گورنر ’ملڪ رتن‘ کي زير ڪيو ۽ 1351ع ڌاري سما سلطنت جو بنياد وڌو.

(2) **ڄام صدرالدين بابينو ۽ ڄام جوڻو اول (1368ع- 1353ع):** ڄام صدرالدين/ ڄام بابينو ڄام انڙ جو پٽ هو ۽ ڄام انڙ جي وفات ڪانپوءِ تخت نشين ٿيو هو هن ڄام انڙ جي حڪومت جي هٿ هيٺ علائقن کان سواءِ بکر سميت ٻين علائقن کي به پنهنجي حڪومت ۾ آندو. هي بنيادي طور بهادر ۽ قومي غيرتمند حاڪم هو هي پنهنجي چاچي علاؤالدين ڄام جوڻي اول سان حڪمرانيءَ ۾ ڀائيوار هو. سندن حڪومت 1368ع تائين هلي. *(وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**(3) رڪن الدين شاهه جام تماچي پٽ انڙ ۽ خيرالدين جام توڳاچي (1370ع-1368ع):** ان کانپوءِ جام تماچي پٽ جام انڙ تخت نشين ٿيو. هيءُ جام بابيني جو ڀاءُ هو. 1367ع ڌاري سلطنت جي واڳ سندس هٿ ۾ آئي. هن جي وقت ۾ سلطان علاؤالدين سنڌ تي لشڪرڪشي ڪئي هئي. ان دوران هي اهل عيال سميت قيد ٿي 1371ع ۾ دهليءَ نيو ويو. هي ٻئي حاڪم پاڻ ۾ سؤٽ هئا.

**جام علاؤالدين جوڻو (1388ع-1370ع):** هن بنا ڪنهن اشتراڪ جي دهلي سلطنت جو ڏن پرو ٿي ارڙهن (18) سال حڪومت ڪئي. هن پهريون ڀيرو فارسي زبان کي سنڌ جي درٻار ۾ تعليم ۽ تدريس جي ٻوليءَ طور اختيار ڪرڻ جي پنيرائي ڪئي. 1388ع ۾ جيئن ئي فيروز تغلق جو موت ٿيو ته سنڌ جا جلاوطن شهزادا جام بابينو، جام تماچي ۽ جام صلاح الدين دهليءَ مان آزاد ٿي واپس سنڌ پهتا. جام بابينو رستي ۾ ئي فوت ٿي ويو. جڏهن ته جام صلاح الدين ۽ جام تماچيءَ جي سنڌ ۾ پرپور آجيان ٿي. *(وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**جام تماچي ٻيو ڀيرو (1392ع-1388ع):** جام تماچيءَ جي نظر بنديءَ دوران شيخ حماد جماليءَ عوام جي ترجماني ڪندي، جام جوڻي جي خلاف ۽ جام تماچيءَ جي تعريف ۾ هيٺيون دوهو سرجيو هو:

جوڻو مت اوڻو، آءُ تماچي آءُ،
سماجهي ٻاجهه پئي، توسين نئو راءُ

جام تماچي 1388ع ۾ دهلي سلطنت جي بند مان آزاد ٿي سنڌ پهتو ۽ اميرن جي يڪراءِ رضامنديءَ سان بادشاهي تخت تي ويٺو. جام تماچيءَ کي ڪن محققن عادل ۽ عاشق مزاج بادشاهه لکيو آهي ته ڪن محققن کيس آرام طلب ۽ عيش پسند ڄاڻايو آهي. نوري مهاڻيءَ سان پڻ هن سمي جام جو عشق ٿيو هو، جيڪو اڄ جڳ مشهور عشقيه داستان طور مشهور آهي. هن لوڪ قصي کي شاهه لطيف ۽ ٻين شاعرن پنهنجي ڪلام جو موضوع بڻايو آهي. جام تماچيءَ مجموعي طرح چار سال حڪومت ڪئي. هن کانپوءِ سندس پٽ صلاح الدين حڪومت سنڀالي، هيءُ مڪليءَ جي قبرستان ۾ جام نظام الدين جي مقبري جي پر ۾ واقع هڪ چلّيءَ ۾ آرامي آهي. *(وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**جام صلاح الدين (اول) جام انڙ ثاني (1404ع-1392ع):** هيءُ جام تماچيءَ جو فرزند هو. هن پيءُ جي وفات کانپوءِ حڪومت جون واڳون سنڀاليون ۽ ٻارهن سال تخت نشين رهيو. هن پنهنجي حڪومت کي ڪڇ تائين ڦهلايو. *(وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**جام نظام الدين (اول) (1406ع-1404ع):** هيءُ جام صلاح الدين جو فرزند هو. سندس تخت نشينيءَ کان اڳ ۾ سندس چاچا قيد هئا. حڪومت تي ويهڻ شرط انهن کي آزاد ڪيائين. هن جي وقت ۾ ملڪ کي اندروني توڙي ٻاهرين طرفن کان ڪوبه خطرو نه هو. ان وقت سندس ملڪي معاملن جو وهنوار منشي هلائيندا هئا. سندس ٽئي چاچن سندس قتل جو منصوبو جوڙيو، جنهن جو کيس بروقت اطلاع مليو. اهڙو اطلاع ٻڌي گجرات ڏانهن نڪري ويو ۽ رستي ۾ وفات ڪيائين. ان سان گاديءَ جي هنڌ ٺٽي ۾ بدامني پکڙي، پر اميرن يڪراءِ ٿي جام علي شير کي حڪومت جون واڳون سونپيون. مؤرخن موجب سندس چاچن، جام نظام الدين اول جو گجرات طرف پيڇو پئي ڪيو ته پويان اميرن جام علي شير کي حاڪم مقرر ڪري ڇڏيو. *(وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**جام علي شير (1412ع - 1406):** هيءُ نهايت مدبر، داناءُ ۽ دلير حاڪم هو. خلق سان نياءَ سان پيش ايندو هو. سندس زماني ۾ امن قائم رهيو. کيس باغين اوچتو حملو ڪري شهيد ڪيو. *(وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**جام ڪرن (1413ع):** هيءُ جام خيرالدين جو پٽ هو. ٻائرن جي اتفاق سان تخت نشين ٿيو. هن جا ٺٽي جي مکيه اميرن ۽ درٻارين سان سخت اختلاف هئا، جن کي دعوت ڏئي گهرائي مارائڻ جو منصوبو جوڙيائين. جنهن جي بروقت خبر درٻارين کي پئجي وئي. هيءُ ڪاڏو ڪاٽڻ بعد

**سمن سلطانن جو سلسلو**




(ڏنگين ۾ آيل انگ بادشاهن جو نمبر ڏيکارين ٿا)

جيئن ئي غسل خاني طرف ويو تہ مٿس حملو ڪري ڪيس قتل ڪري ڇڏيائون. هيءُ فقط ڏيڍ ڏينهن حڪومت جي مسند تي ويٺو. *(وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**جام صدرالدين سڪندر (اول) (1413ع):** جام ڪرن جي مارجي وڃڻ ڪانپوءِ ڪجھ عرصي لاءِ جام صدرالدين سڪندر اول تخت نشين ٿيو. *(وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**جام فتح خان (1428ع-1413ع):** جام فتح خان پندرهن (15) سال تخت نشين رهيو. صدرالدين جام سڪندر اول جو فرزند هو. جملي مؤرخن سندس دور جي ڪافي تعريف ڪئي آهي. هن جي ڏيءَ جام زاديءَ جو رشتو مخدوم جهانيان جي پوٽي قطب عالم (1454- 1388ع) سان ٿيو. اهو مٽي مائٽيءَ جو سلسلو پوءِ سمن ڄامن ۽ گجرات جي حاڪمن جي وچ ۾ ڪيتري عرصي تائين هليو. *(وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**جام تغلق (1453ع- 1428ع):** هيءُ جام فتح خان جو ڀاءُ ۽ جام صدرالدين سڪندر اول جو فرزند هو. جام فتح خان جي وفات کان اڳ ۾ جام صدرالدين ڪيس پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪيو هو. هن پهريون پيرو ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ٿاڻا مقرر ڪيا. سندس دور ۾ ڪلان ڪوٽ جي اڏاوت ٿي. هي ڪوٽ مڪليءَ جي پرسان موجود آهي. هن گجرات جي حاڪمن سان مٽيون مائٽيون برقرار رکيون. سلطان محمود بيگڙو پڻ سندس ڏيءَ بيبي مغليءَ جو پٽ هو. جيڪو گجرات جو حاڪم ٿيو. جام تغلق طبعي موت مئو. ڪيس گجرات ۾ دفن ڪيو ويو. *(وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**جام مبارڪ:** جام مبارڪ جام تغلق جو وزير هو ۽ فقط ٽي ڏينهن مسند نشين رهيو. جنهن ڪانپوءِ ڪيس معزول ڪري، جام سڪندر کي تخت نشين ڪيو ويو. *(وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**جام سڪندر شاهہ (ثاني: 1454ع- 1453ع):** هن ڏيڍ سال حڪومت ڪئي، ڪيس جام محمد عرف جام انڙ جي نالي سان بہ ڪوٺيو وڃي ٿو. هن عالمن جي سرپرستي ڪئي. مولانا علاؤالدين نالي عالم کان ’شمع في الميزان‘ جي آسان شرح ’الزبده‘ تيار ڪرايائين. هي ڪتاب پوءِ سنڌ ۽ گجرات جي نصاب ۾ شامل رهيو. *(وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**صدرالدين شاهہ (ثاني) جام سنجر (1461ع- 1454ع):** هيءُ جام ’راءِ ڏني‘ جي نالي سان بہ سڃاتو وڃي ٿو. سيرت ۽ صورت ۾ نيڪ ۽ حسين هو. ڪڇ ۾ رهندو هو. هن قاضين جون پگهارون وڌايون. ڪڇ ۽ گجرات سان لاڳاپا وڌيڪ بهتر ڪيا. ملڪي دفاع خاطر ڪڇ ۽ جوڌپور وارين سرحدن تي چوڪيون قائم ڪيون. سرحدن تي سمن ۽ سومرن کي آباد ڪيائين. هن سمي حاڪم جي موت لاءِ بہ رايا آهن. هڪ تہ ڪيس زهر ڏنو ويو ۽ ٻيو تہ طبعي طور وفات ڪيائين. (وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)

**جام نظام الدين (ننڍو) (1509ع – 1461ع):** جام نظام الدين سمو، سمن جي سلطنت جو عظيم، نيڪ نام ۽ وڏو محب وطن بادشاهہ ڄاتو وڃي ٿو. هن جي دور ۾ سنڌ ملڪ ۾ عدل، انصاف، خوشحالي ۽ معاشي استحڪام جو ناماچار هو. هيءُ جام سنجر جو پوٽو هو. سندس وقت ۾ سنڌ جي سرحدي ملڪن ۾ پڻ صلح ۽ سانت وارا حاڪم موجود هئا. سندس دور ۾ حسين مرزا سنڌ تي حملو ڪيو پر ناڪام ٿيو. جام نظام الدين سمي، دولهہ دريا خان کي پٽيلو ڪري پاليو ۽ اڳتي هلي ڪيس سپهہ سالاري ۽ وزير اعظم جو عهدو سونپيائين. دولهہ دريا خان اڳتي هلي وطن سنڌ جي حفاظت ڪندي شهيد ٿيو. جام نظام الدين خاص طور عالمن، اديب خانقاهن ۽ مدرسن جي وڏي سرپرستي ڪئي، پاڻ بہ عالم، زاهد، عبادتگذار ۽ انصاف پسند حاڪم هو. ملڪي سرحدن کي محفوظ ڪيائين. هي ايڏو تہ غريب پرور هو جو پنهنجي نياڻي هڪ فقير کي پرڻائي ڏنائين. سندس آخري وقت ۾ ارغونن سنڌ تي حملا ڪيا، پر دولهہ دريا خان سمورن حملن کي ناڪام بنايو. جام نظام الدين جي وفات ڪانپوءِ جڏهن سندس نااهل پٽ جام فيروز تخت نشين ٿيو تہ سما سلطنت جو زوال شروع ٿيو ۽ سنڌ ڌارين جي تسلط ۾ اچي وئي. *(وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**جام فيروز (1512ع-1508ع):** ننڍيءَ عمر ۾ والد جي وفات ڪانپوءِ جام فيروز کي تخت تي ويهاريو ويو. والد جي وفات وقت سندس عمر ننڍي هئڻ ڪري حڪومت جون واڳون دولهہ دريا خان جي هٿ ۾ رهيون. جيڪو سندس والد جام نندي جو پٽيلو ۽ اعتماد وارو وطن دوست سپهہ سالار هو. ان ئي جام فيروزالدين جي تخت نشينيءَ جو درٻارين کان فيصلو ڪرايو هو. *(وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**جام صلاح الدين (1512ع):** هن گجراتي لشڪر جي مدد سان جام فيروز کان حڪومت حاصل ڪئي. تخت نشين ٿيڻ سان ئي جام فيروز جي ماڻهن تي جرمانہ وڌائين. ڪڇ ۽ گجرات سان سٺا ناتا قائم ڪيائين، هن کان بہ ڪي غلطيون سرزرد ٿيون، خاص طور اقربا پروريءَ طرف مائل ٿي ويو. هن فقط 8 مهينا حڪومت ڪئي. *(وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**جام فيروز (ٻيو پيرو: 1520- 1512ع):** جام فيروز، دولهہ دريا خان جي مدد سان ٻيو پيرو سنڌ جو سلطان بڻيو، پر اٺن سالن جي حڪومتي دور ۾ هي پاڻ ۾ ڪو سڌارو نہ آڻي سگهيو. ان ڪري ملڪ سنڌ جون حالتون خراب ٿينديون ويون. ارغونن موقعي جو فائدو وٺي نہ رڳو جام فيروز جي درٻار ۾ خاص حيثيت حاصل ڪري ورتي، پر ملڪ تي بہ ڀرپور حملو ڪيو. جام فيروز ٺٽو ڇڏي ڀڄي ويو. دولهہ دريا خان، باوجود جام فيروز جي ساڻس محسن ڪشيءَ ۽ ڪيس معزول ڪرڻ جي، هڪ محب وطن طور، 22 ڊسمبر 1520ع تي ارغونن سان ٺٽي جي ڇانئڻ تي جنگ ڪندي شهيد ٿي ويو. اهڙيءَ ريت سنڌ ملڪ ۾ سمن جو راڄ پورو ٿيو ۽ سنڌ تي ارغونن جي حڪومت قائم ٿي. *(وڌيڪ تفصيل ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

**سمن جي دور جي انتظام ڪاري:**

سمن جي حڪومتي دور ۾ اڪثر حڪمرانن مضبوط ۽ منظم حڪمرانيءَ وارو سرشتو قائم ڪيو ۽ سومرن جي پيٽ ۾ وڏيڪ مستحڪم حڪومت هلائي. عدل ۽ انصاف لاءِ ڪورٽون، ٿاڻا ۽ سرحدي نگهبانيءَ لاءِ چوڪيون قائم ڪيون ويون. ڪنهن به وقت اندروني بغاوت يا ٻاهرئين حملي کي منهن ڏيڻ لاءِ وڏو لشڪر ۽ منظم سپاهه مقرر ڪيو ويو. حڪومتي سرشتي ۾ عام ماڻهن جي عدل انصاف تائين رسائيءَ جو جوڳو بندوبست هوندو هو. اقتصادي، معاشي توڙي سماجي ترقيءَ لاءِ بيروني واپار کي ترقي وٺائي وئي ۽ بندرگاهه مضبوط ۽ سامونڊي ٻيڙن جي ڪهڻائي وغيره هن جي دور جي بهترين انتظام ڪاريءَ جو ثبوت ڏين ٿا.

**ملڪي صورتحال ۽ پاڙيسري ملڪن سان لاڳاپا/ سرحدون:** سمن جي حڪومتي دور ۾ سنڌ ملڪ اندر سواءِ چند حاڪمن جي دور جي، باقي عرصو امن امان، معاشي استحڪام، سک ۽ سانت واريون حالتون رهيون. سومرن جي وقت ۾ سنڌو درياهه جي رخ بدلائڻ جي ڪري پيدا ٿيل اقتصادي ابتريءَ، سمن جي ابتدائي زماني ۾ پنهنجا اثر ڏيکاريا. ڄام تماچيءَ جي فيروز تغلق سان ڪيل ٺاهه جي ڪري، سنڌ وڏي ڏن ڏيڻ سان معاشي پونچال جي ور چڙهي وئي. حقيقي معنيٰ ۾ جڏهن دهلي سلطنت ڪمزور ٿي، تڏهن سنڌ جي ماڻهن سک جو ساهه کنيو. ان بعد سمن حاڪمن، سياسي بصيرت ۽ ملڪي محبت جي جذبي هيٺ ملڪ جي ترقي ۽ عام ڀلائيءَ لاءِ جيڪي به قدم کنيا، تن سنڌ کي 'اپرنڊ تهذيب جو گهوارو' بنائي ڇڏيو. انهن قدمن ۾ صحت، ڊنڊن، آبپاشي، زرعي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ پيش رفت شامل هئي. سنڌ ملڪ جي عام ماڻهن جو واهپو زراعت سان هو. هن دور ۾ ننڍي وڏي شهر ۾ ڪپڙي جون ننڍيون صنعتون ۽ آڏاڻا موجود هئا. جنڊي، ڪاشي، اجرڪ سازي، ڪٽڻ ڪيسن ٺاهڻ جا هنر به عام هئا. هن دور ۾ درياهي صنعت به اوج ماڻيو. اناج، نير، ڪپهه، ميوا وغيره گهڻا پيدا ٿيندا هئا، جيڪي ڏيساور ڏانهن واپاري وڙ طور موڪليا ويندا هئا. سنڌو درياهه خاص طور واپاري مال جي رسدگاهه جو ڪم ڏيندو آيو. مال پالڻ ماڻهن جو عام ڌنڌو هو. چوپائي مال- مينهن، ڳئن ۽ ٻڪرين وغيره جي کير مان گيهه ۽ مکڻ سان مختلف مصنوعات ٺاهي واپرائڻ سان گڏ تحفا ڪري موڪليون وينديون هيون. ملڪي سرحدن جي حفاظت لاءِ فوج قائم هئي. بادشاهه رعيت ۽ سپاهه جو وڏو خيال رکندا هئا. مسڪينن ۽ لاچارن جي سار سنڀال سرڪار طرفان لڌي ويندي هئي. هر طرف صلح، سانت، عدل، انصاف ۽ علم پروري توڙي خوشحاليءَ جو چرچو هو. اهڙي تصديق ابن بطوط، مير معصوم شاهه بکري، مير طاهر محمد نسياني، ميرڪ يوسف، فريد بکري، مير علي شير قانع ٺٽوي، مئڪمراڊو، چيٽن ماڙيوالا جهڙا مؤرخ ۽ سياح به ڪن ٿا. ترقي ۽ معاشي استحڪام هئڻ سبب ئي سمن ڪيترائي نوان شهر ٻڌرايا. هن دور ۾ درياهه، سمنڊ توڙي زميني رستن سان وچ ايشيا، ايران، عربستان، گجرات وغيره سان وڏي پئماني تي واپاري مال جي آمد رفت ٿيندي رهي.

آبپاشي نظام جي حوالي سان نواب دولهه دريا خان ٺٽي ۾ 'خانواهه' ۽ سيوهڻ ۾ 'سدا واهه' کوٽايا. درياهي نارن کي ڪيترن هنڌن تان بند ڏياري، پاڻيءَ کي زرعي مقصد لاءِ استعمال ڪرڻ جون ڪامياب ڪوششون ڪيون ويون. ان جي باوجود زمين جي پوکيءَ لاءِ هن دور ۾ نار ۽ هرلا چاڙهي کوهن جي پاڻيءَ تي آبادي ڪئي ويندي هئي. اناج جي پوک خاص ڪري گهڻي مقدار ۾ لهندي هئي. ميرڪ يوسف جي لکت موجب: "ان وقت پوکيءَ تي ڏهون حصو ڍل وصول ڪئي ويندي هئي، ڪيتري به پيدائش ٿيندي هئي ته ان جا نو(9) حصا رعيت ۽ هڪ حصو سرڪار کڻندي هئي." مطلب ته ملڪي صورتحال، امن امان ۽ معاشي توڙي سياسي استحڪام واري هئڻ سبب سمن جو دور حڪومت 'سنڌ جو سونهري دور' هو. هن دور ۾ ساموئيءَ سميت ٺٽو گهڻو وقت سنڌ جو مرڪزي شهر رهيو. سمن جي حڪومت جا پاڙيسري ملڪن، خاص ڪري گجرات جي راجائن سان گهريلو ۽ بهتر تعلقات هئا. سلطنت دهليءَ کي فيروز تغلق جي وفات تائين خراج ادا ڪيو ويندو هو، جنهنڪري ڪنهن حملي جي نوبت گهڻي شدت اختيار نه ڪئي. ڪن وقتن تي ٿيل حملن کي به سمن حاڪمن برجستگيءَ سان منهن پئي ڏنو.



**ملڪي حدون:** سومرن جي وقت ۾ سومرن جي حاڪميت وچولي ۽ لاڙ تائين قائم هئي، خاص طور سندن حڪمراني لاهري بندر کان سيوهڻ تائين رهي. ڄام فيروزالدين سمي سڀ کان پهريائين سيوهڻ تي فتح حاصل ڪري حڪومت جو بنياد وڌو هو. اڳتي هلي ڪجهه ئي وقت ۾ بکر ۽ نصرپور سميت لاڙ کي به شامل ڪيائين. اڳتي جڏهن تغلقن ۽ سمن ۾ ٺاهه ٿيو ته ڏيهي طاقت جو اثر موجوده سنڌ جي سرحدي حدن تائين مضبوطيءَ سان پکڙيو. پندرهين صدي عيسويءَ تائين ٿر واري حصي تي سومرن جي مقامي شاخ حاڪميت ڪندي آئي هئي، جن جي حڪومت جو مرڪزي شهر عمرڪوٽ هو. بعد ۾ ٿر تي سوڍن پنهنجو اثر مضبوط ڪيو. جيڪي سمن جي ماتحت هئا. خاص طور ڄام نندي جي حڪومت ۾ سنڌ جي ملڪي سرحدن ۾ وسعت آئي ۽ موجوده سنڌ سميت ٿر، اُچ، سبي، لس بيلو سنڌ ۾ شامل رهيا ۽ سمن جي حاڪمن جي هتي مضبوط حڪومت قائم رهي.

**حڪومتي سرشتو:** سمن جي حڪومت جو پهريون گاديءَ جو هنڌ 'ساموئي' شهر هو ۽ ان ڪانپوءِ ٺٽو هن گهراڻي جي حاڪمن جي حڪومت جو مرڪزي شهر بنيو ۽ آخر تائين مکيه شهر رهيو. سمن ڄامن جي انتظامي ۽ حڪومتي سرشتي جي خيال کان سنڌ ملڪ کي مختلف پرڳڻن ۾ ورهايو ويو ۽ انهن تي تخت نشين بادشاهه جي اثر هيٺ حڪمران ۽ اعليٰ عملدار مقرر ڪيا ويا. شاهي خاندان کان سواءِ ٻين به مکيه خاندانن جي فردن توڙي اهل ۽ قابل شخصن کي حڪومتي عهدن تي فائز ڪيو ويو. جن ۾ خاص طور ڄام سارنگ، دلشاد وزير ۽ دولهه دريا خان جا نالا قابل ذڪر آهن. هن دور ۾ سيوهڻ کي پرڳڻي (صوبي) جو درجو حاصل هو. جوڻ، بکر، سبي، عمرڪوٽ ۽ نصرپور جا شهر ٺٽي ڪانپوءِ اهم سياسي ۽ فوجي مرڪز هئا، جتي سپاهه به موجود رهندو هو. هنن شهرن ۾ نوان قلعا ۽ ڪوٽ قائم ڪرڻ سان گڏ پراڻن قلعن جي مرمت به ڪرائي وئي.

**انصاف جو سرشتو:** سمن ڄامن پنهنجي حڪمرانيءَ ۾ جتي سنڌ جي سرحدن جي چوڪسي ڪئي، ماڻهن جي روزمره جي زندگيءَ جي معيار ۽ سماجي ڪاروهنوار ۾ سڌارا آندا، معاشي نظام ۾ بهترين آڻڻ جون ڪامياب ڪوششون ڪيون، اتي عدالتي سرشتو پڻ چڱي نموني قائم ڪيو ويو. هڪ طرف عدالت کي اسلامي شريعت ۽ ٻئي طرف سنڌ جي سماجي ڍانچي سان هم آهنگ ڪري انصاف جا پيمانا مقرر ڪيا ويا. هيٺينءَ سطح جا ننڍا ننڍا معاملا راڄن جا چڱا مڙس ۽ سربراهه، حڪومتي سرشتي سان وابستگيءَ جي بنياد تي نبيريندا هئا. جڏهن ته اعليٰ عدالتن ۾ قاضي مقرر ٿيندا هئا، جن جو انتخاب اعليٰ تعليمي ادارن، استادن ۽ عالمن مان اهليت ۽ ايمانداريءَ جي بنياد تي ڪيو ويندو هو. وقت جا مؤرخ سما سلطانن کي عادل بادشاهه قرار ڏين ٿا. خاص طور ڄام نظام الدين نندي جي دور ۾ اسلامي عدالتي سرشتو نافذ رهيو. جنهن سان هر عام ۽ خاص جي انصاف تائين رسائي ممڪن هوندي هئي. ڄام نندي جي وقت ۾ ٺٽي جي قاضي عبدالله ۽ اُچ جي قاضي محمد وڏو نالو ڪڍيو ان کان اڳ ڄام صلاح الدين جي وقت ۾ قاضي نعمت الله پڻ انصاف جي تقاضائن پورين ڪرڻ جي ڪري مشهور رهيو. سمن جي وقت ۾ چيف قاضي ننگر ٺٽي ۾ رهندو هو ان جو ڪم ڪورٽ هلائڻ سان گڏ اهم ديني معاملن ۾ حاڪمن کي صلاحون ڏيڻ پڻ هوندو هو.

**تعليم، علم، ادب:** سمن کان اڳ سنڌ ۾ مسجدن کي ئي تدريس لاءِ ٿورو گهڻو ڪتب آندو ويندو هو. سومرن جي وقت ۾ به نصاب ڪنهن قدر سند يافته هو پر عالمن ۽ شاگردن جي پوريءَ طرح ذهني آبياري نه پئي ڪئي وئي.

سمن سلطانن مسجدن سان گڏ مدرسن جي بنياد وجهڻ ۽ درسگاهن لاءِ ڌار اڏاوتون قائم ڪرڻ طرف تڪڙي پيش رفت ڪئي. خاص طور ٻاهرينءَ دنيا جي عالمن کي درس تدريس لاءِ سنڌ ۾ گهرائي، عالم ۽ اديب جا ڪورس ڪرائي، ديني توڙي سماجي علم جا اڪابر پيدا ڪيا ويا. هن دور ۾ تعليم جي فروغ لاءِ مڪتب، مدرسا، خانقاهون حڪومتي سرپرستيءَ هيٺ قائم ٿيون. مسجدن سان لاڳو حجرا به شاگردن جي تحصيل لاءَ ڪتب آندا ويا. درسي ڪتابن لکائڻ ۽ ڪورس منتخب ڪرڻ لاءِ عالمن ۽ اڪابرن جي سرپرستي ڪئي وئي. خاص ڪري نصاب ۾ 'منقولات ۽ معقولات' کي فوقيت ڏني وئي. قرآن پاڪ جي تدريس سان گڏ تفسير، قرآت، حديث، فقہ، فلسفي، طب، منطق، ادب، درسي ڪتاب نويسي، شرح نويسيءَ جي تعليم ڏني ويندي هئي. تاريخي تذڪرا پڻ نصاب ۾ شامل هئا. سيوهڻ، بکر، ٺٽو، دربيلو، تلٽي، ڳاها، هيرلوءِ، هالاڪندي، نصرپور، اڳهاماڻي، سن، عمرڪوٽ، باغبان، هن وقت جا اهم تعليمي مرڪز هئا. سيوهڻ جي 'محمدي خانقاهه' سيد محمد شيراز جو سيوهڻ ۾ مدرسو، شيخ عيسيٰ لنگوٽيءَ جو ساموئيءَ ۾ مدرسو، محدث عبدالعزيز ابهري ۽ سندس پٽن مولانا محمد ۽ مولانا اثيرالدين پاران ڳاها ۾ درسگاهه سنپالڻ، مخدوم بلاول جون باغبان ۾ درسگاهون، ڄام بايزيد ۽ ڄام ابراهيم جا ملتان ۽ اچ ۾ مدرسا قابل ذڪر آهن. ان سميت ننڍن ڳوٺن ۽ قصبن ۾ ڪيترين ئي درسگاهون ۽ خانقاهون موجود هيون، جيڪي تعليمي مقصدن لاءِ ڪتب آنديون هيون.

مخدوم بلاول، شيخ حماد جمالي، سيد محمد شيراز (ايران)، سيد احمد (ايران)، پير مراد شيراز (ايران)، سيد علي اول (ايران) مير معين، مير شمس، شيخ عيسيٰ برهانپوري، مولانا محمد عمر، مولانا اثيرالدين جمالي دهلوي، بايزيد، ڄام ابراهيم، علامه عبدالعزيز، علاؤالدين منگلوري هن دور جا اهم استاد هئا، جن تعليمي، تدريسي توڙي تصنيفي خدمتون سرانجام ڏنيون.

هن دور جي درسي ۽ تدريسي زبان عربي ۽ فارسي رهي. عربي زبان ۾ مولانا علاؤالدين مٺنگلوريءَ جي لکيل ’الزبدة‘ شرح، اصل ۾ هڪ فارسي ڪتاب جي آسان شرح آهي. حاجي حسين صفائي پير مراد شيرازيءَ جي سوانح ’تذڪرة المراد‘ جي نالي سان عربي زبان ۾ تيار ڪئي وئي. مخدوم عبدالعزيز ابهري ۽ سندس پٽن به ڪجهه نصابي شرحون ۽ ڪتاب تيار ڪيا. سنڌيءَ ۾ اسماعيلي مبلغن جي اصلاحي تبليغي شاعريءَ جو ذخيرو، پير صدرالدين جا گنان، ماموئي فقيرن، مخدوم احمد ڀٽي، شيخ حماد جمالي، مخدوم نوح هوتياڻي، اسحاق آهنگر ۽ ٻين جي سنڌي شاعريءَ جو ذخيرو هن دور جو اهم ادبي ذخيرو آهي.

**سمن جي دور ۾ تمدن، فن، تعليم، ثقافت:** هن دور ۾ تمدني زندگيءَ وڏي ترقي ڪئي، ڪيترا نوان شهر اڏيا ويا. مقامي هنرن ۽ فنن کي حڪومتي سرشتي پاران هٿي ڏني وئي. ساموئي، ٺٽو، سونڊا، سيوهڻ، لاهري بندر، سن وغيره جهڙا ڪيترا شهر هن دور جي تمدني زندگيءَ جا اهم اهڃاڻ هئا. جن کي پوءِ ارغونن ۽ ترخانن ڦريو، اجاڙيو ۽ ناس ڪيو. ٺٽي جو شهر هن دور ۾ تمدني زندگيءَ ۾ وڏي اوج تي هو. مرڪزي شهر هئڻ سبب ٺٽي ۾ تعميراتي فن توڙي معاشي زندگيءَ ۾ انقلاب آندو ويو. ڄام ننڌي جي وقت ۾ ته هن شهر کي عالمي سطح تي پذيرائي حاصل رهي. جدا جدا حويليون، پاڙا، ٻاهرين عالمن ۽ ڪاريگرن جا جوڙيل مرڪز، مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي خانقاهون، ڄامن جون جايون، فوجي مرڪز، مقبرن جا اڏاوتي نمونا، گجراتي، هندي ۽ اسلامي طرز تعمير، بازاريون، جنڊي ۽ ڪاشيءَ جا فن، لونگي ۽ اجرڪ جون صنعتون، دفاعي ساز سامان، جهازرانيءِ جي صنعت، ٽامي، سون، چاندي ۽ ڪٽ جي زيور سازي، سڀ جا سڀ تمدني زندگيءَ کي اجاگر ڪن ٿا. نصرپور ۾ اجرڪ سازي، جنڊي ۽ ڪاشيءَ جا هنر عروج تي هئا. پارڪر طرف ڀوڏيسر ۾ محمود بيگڙي جي تعمير ڪرايل مسجد به هن دور جو يادگار آهي. (جيڪا جين يا هندو مندر کي تبديل ڪري مسجد ۾ تبديل ڪئي وئي هئي؟) جامع مسجد مڪليءَ سميت ڄامن جا مقبرا، دولهه دريا خان جي مزار، ڄام تماچيءَ جي ڇٽي، ڄام ننڌي جو مقبرو، هن دور جا اعليٰ تعميراتي يادگار آهن. چوکنڊيءَ جي مزارن جو ڇٽيون به هن دور جي تعميراتي فن جا نمونا آهن. تاريخي روايتن مان پتو پوي ٿو ته تمدني ۽ ثقافتي طور توڙي فن تعمير جي حوالي سان هيءُ دور سنڌ جو سونهري دور هو. *(تفصيل لاءِ ڏسجي انگريزي ڪتاب: دي جيول آف سنڌ، سما مانيومينٽس آف مڪلي هِل)*

هن دور ۾ ڪيترائي عشقيه داستان مشهور ٿيا. دريا خان ۽ همون ٻائي، نوري ڄام تماچي، مري ۽ مگٽر ان جا مشهور مثال آهن. باهمي تعلقات ۾ به ماڻهن جي وچ ۾ گهرو سماجي لاڳاپو موجود هو. عوام جو گهڻو تڻو گذر سفر زراعت، محنت، هنر، مزدوري، هلڪين صنعتن، مڇي مارڻ ۽ چوپايي مال ڌارڻ تي هو. واپار جو عنصر به ملڪ ۾ عام جام هو. مطلب ته زرعي سماج ۾ برپا ٿيل ثقافتي عنصر واريون سڀ خوبيون هن دور ۾ سنڌ جي سماج ۾ موجود ملن ٿيون.

سنڌ جي موجوده جاگرافيءَ سميت سمن حاڪمن جو راڄ جهوناڳڙهه، ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ لسٻيلي ۾ به قائم هو. سمن جي زماني ۾ هنن مڙني خطن سان سنڌي ڪلچر ۽ تهذيب جو گهرو واسطو هو. هن دور ۾ سنڌي ٻولي توڙي ساهت کي پڻ وسيع پيماني تي پکڙجڻ جو موقعو مليو. جهوناڳڙهه ۾ سومرن جي همعصر زماني ۾، چوڙا سما خاندان جي راءِ ڏياچ 1010ع ۾ حڪومت ڪئي. ڪڇ ۾ خاص طور ڄاڙيجن سمن جو وڏو اثر رسوخ رهيو. ڪجهه موقعن تي سنڌ جي ڄامن سمن به ڪڇ جي معاملن ۾ مداخلت ڪئي ۽ مڪمل طور ڪڇ کي مطيع ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪڇ ۽ سنڌ جي وچ ۾ واپاري سرشتي توڙي ماڻهن جي اچ وڃ سبب ثقافتي ميل جو عنصر وڌيو ويجهيو. اڄ تائين به اتي سنڌي ٻوليءَ جو واهپو جيئن جو تيئن قائم آهي، جنهن کي سنڌيءَ جو ڪڇي لهجو سڏيو وڃي ٿو. ان کان سواءِ سنڌي ثقافت ۽ ساهت پڻ اڳتي هلي وڏي اوسر ماڻي. اڳتي هلي ڪلهوڙن جي دَور ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ پڻ ڪڇ جو سفر ڪيو هو. ’ڪڇين جا قول‘ *(مرتب: محمد سومار شيخ)* جهڙي اهم دستاويز مان به سنڌ ۽ ڪڇ جي ثقافتي ڳانڍاپن جو پتو بخوبي لڳائي سگهجي ٿو. اڄ به ڪڇ ڀڄ ريڊيو اسٽيشن تان سنڌي نشريات پڻ پيش ٿئي ٿي.

عربن جي زماني ۾ هتي عربي نسل جي قبيلن: صديقين، عباسين، هبارين، قريشين وغيره رهائش اختيار ڪئي هئي. بکر کان پاٽ تائين توڙي سنڌ جي لڳ ڀڳ هر واهڻ ۾ سنڌ ۾ نئين ثقافتي مزاج جي باهمي ڳانڍاپي جنم ورتو. ان کانپوءِ خاص طور سمن جي حڪومت دوران بلوچستان ۾ رندن ۽ لاشارين ۾ خانه جنگيءَ عيوض سمن، لاشارين جي مدد ڪئي. هن ئي زماني ۾ بلوچستان جي لاشاري ۽ چانڊيا قبيلن سنڌ ۾ اچي پناهه ورتي، جنهن جا اثر به سنڌي سماج تي پيا. سمن جي سلطنت جي خاتمي بعد ارغونن جي تسلط ۽ ظلمن جي ڪري ڪيترن ئي خاندانن گجرات توڙي ڪڇ طرف لڏپلاڻ ڪئي. هتي قبيلائي راڄ ۽ جرڳي ۽ سرداري نظام جو بنياد وڌو ويو. ان ۾ ڪوبه شڪ ناهي ته سمن جي وقت ۾ علم، ادب، فن توڙي ثقافتي قدرن سان همڪنار ٿيل معاشرو، ان دور جي پڄاڻيءَ تي سنڌ جي غلاميءَ سبب هڪ ڀيرو ٻيهر ڀونچال جي ور چڙهي ويو.

**سمن جي دور جي سرڪاري ٻولي:** سمن جي وقت ۾ سرڪاري ٻوليءَ متعلق اختلاف موجود آهن. ڪن محققن جو خيال آهي ته عربي هن دور جي سرڪاري ٻولي هئي، جڏهن ته فارسي ۽ سنڌي ٻوليون به وهنوار هيٺ رهيون. خاص طور فارسي ٻولي هن دور ۾ ادبي لکت، تعليم ۽ درس، تدريس وغيره لاءِ ڪتب آندي وئي. سنڌي ٻولي فقط عام لوڪن جي روز مره جي وهنوار، گڏيل رابطي ۽ ڪجهه قدر لکپڙهه جي زبان هئي، جنهن کي ڪو منتخب رسم الخط ڪو نه هو. عربي ٻوليءَ جي سرڪاري حيثيت جي تحقيق سمن جي دور تي تحقيق ڪندڙ محقق ۽ ڊاڪٽر غلام محمد لاکي به ڪئي آهي. انهن محققن جي راءِ ۾ عربي

هن دور جي سرڪاري ٻولي هئي. عربي ٻوليءَ متعلق عالمن جو خيال آهي ته جيئن ته هن دور جي يادگارن جا 90 سيڪڙو ڪتبا عربيءَ ۾ آهن ۽ هن دور جا جيڪي به ڪتاب دستياب ٿيا آهن، سي اڪثر عربيءَ ۾ آهن ۽ انهن ۾ 'الزبدة' ۽ 'تذڪرة المراد' ان وقت جا مشهور ڪتاب هئا. فارسي ابتدائي سما دور ۾ سرڪاري ٻولي رهي. ليڪن سنڌ ۾ آزاد حڪمراني ڪندڙ سمن حاڪمن ڪي سنڌ جي سرڪاري زبان ڪنهن اهڙي ٻوليءَ کي ڪرڻ زيب نه ٿي ڏنو. تنهنڪري عربي ئي هن دور جي سرڪاري زبان تسليم ڪري سگهجي ٿي. جڏهن ته فارسيءَ جي تائيد ڪندڙ عالمن موجب ڪتبن وغيره تي عربيءَ ۾ فقط مذهبي عقيدي موجب قرآن شريف جون آيتون اڪريل ملن ٿيون. جڏهن ته نالا ۽ باقي بيون عبارتون فارسيءَ ۾ آهن. هنن عالمن جي راءِ موجب ته سمن جي دور حڪومت جي مليل اڪثر سڪن تي فارسيءَ ۾ عبارتون اڪريل مليون آهن. خاص طور مڪليءَ تي موجود يادگارن ڪي ئي ڏنو وڃي، تڏهن به ان وقت ۾ فارسيءَ کي مليل اهميت ۽ حيثيت ڪري سگهجي ٿي، جن تي فارسيءَ ۾ لکيل عبارتون اجا به موجود آهن. ٻيو ته سمن جي حاڪميت کان اڳ توڙي ان وقت دوران فارسي، دهلي سلطنت جي دفتري ۽ سرڪاري لکپڙهه جي ٻولي هئي ۽ اها ڪاروباري زبان طور رائج رهي. سمن جي اسرڻ وقت به ملتان توڙي گجرات وارا سنڌ جا پرڳڻا سڌو سنئون دهلي سلطنت جي اثر هيٺ هئا، اهوئي سبب آهي، جو فارسيءَ جي حيثيت لاءِ معقول سبب موجود هو. جڏهن ته عربيءَ لاءِ سواءِ مذهبي زبان جي ٻي ڪابه گهرج ڏسڻ ۾ نه ٿي اچي. حقيقت ۾ عربي سمن جي دور ۾ به مذهبي زبان طور اهميت رکندڙ زبان هئي. باقي سمن به پنهنجي نج نبار سنڌي هئڻ باوجود، پنهنجي ڏيهي ۽ مادري زبان سنڌي ٻوليءَ جي ڪابه سرڪاري سرپرستي نه ڪئي. تڏهن به هن دور ۾ عوامي سطح تي سنڌي (سندن مادري ٻوليءَ) سان انسيت جو عالم اهو هو، جو سنڌ جي لوڪ ادب ڪافي ترقي ورتي ۽ ڪلاسيڪي شاعري پڻ هن دور جي ئي پيداوار آهي.

**سمن جي دور جا سڪا:** هن دور سان منسلڪ ڪل 30 سڪا لڌا ويا آهن، جن مان ٽي سڪا ٽامي جا آهن، جيڪي جام ننڍي ۽ جام فيروز جي زماني ۾ جاري ٿيا هئا، جڏهن ته باقي 27 سڪا دهلي، گولڪنڊي، گجرات جي تيموري خاندان جا معلوم ٿين ٿا. هي سڪا سون، چاندي ۽ ٽامي جا آهن. جن لاءِ محققن جو خيال آهي ته اهي سموري سنڌ ۾ رائج هئا. سمن جي پهرئين حاڪم جام انڙ جي وقت ۾ مقامي حڪومت جو سڪو دستياب نه ٿيو آهي، قوي امڪان آهي ته هن دور ۾ سمن حاڪمن پاران سڪو جاري نه ڪيو ويو، بلڪ هندستان جي حاڪم محمد بن تغلق جا سڪا، دينار، تنڪا، عدلي، نصفي، دوڪاني رائج هئا، جن مان دينار سون جو سڪو هوندو هو، جنهن جو وزن 199 گرين هو. تنڪا چانديءَ جا هوندا هئا. ان قسم جا سڪا ٺٽي، بدين، سيوهڻ ۽ اروڙ مان مليا آهن. اڳتي هلي جنهن وقت جام علاؤالدين ۽ جام تماچيءَ کي قيد ڪري دهليءَ نيو ويو، تڏهن سنڌ تي ٻه لک تنڪا ساليانو ڏن مقرر ڪيو ويو هو.

جام صدرالدين جي زماني ۾ محمد بن تغلق ۽ فيروز شاهه جا سڪا رائج رهيا، جيڪي ٽامي ۽ چانديءَ جا هئا. واپاري آمد رفت سبب هن وقت ايراني ۽ عربي سڪا پڻ واهپي ۾ ايندا رهيا. جام رڪن الدين، جام انڙ، بابيني ۽ جام خيرالدين جي وقت ۾ به دهلي سلطنت جا سڪا استعمال هيٺ رهيا. فيروز شاهه ۽ سلطان فيروز جي نالن سان سڪا لڌا ويا آهن، جن تي سن به لکيل آهي. اهڙيءَ طرح هن وقت تائين علاؤالدين جام جوڻي، رڪن الدين جام تماچيءَ جي دور ۾ به هنن حاڪمن جي نالي سان جاري ٿيل سڪو ڪونه مليو آهي. بلڪ ساڳيا سڪا وهنوار هيٺ آيل ڏسجن ٿا. جام صلاح الدين سنڌ ۾ گجرات جي تغلق گهراڻي جو سڪو وهنوار هيٺ آندو. ان ڪانپوءِ جام نظام الدين اول، جام علي شير، جام ڪرن، جام فتح جي وقت ۾ به سڪا جاري ڪونه ٿيا. جام فتح جي وقت ۾ احمد شاهه گجراتيءَ جي حڪومت جو چانديءَ جو سڪو هتي وهنوار هيٺ رهيو، جنهن جو وزن 172 گرين هو. جڏهن ته ساڳئي وقت ۾ احمد شاهه جو جاري ڪيل ٽامي جو سڪو به مليو آهي. جڏهن ته جونپور جي والي ابراهيم شاهه جا ٽامي جا سڪا پڻ جام فتح جي زماني ۾ جاري ٿيل ڏسجن ٿا، جيڪي سنڌ ۾ وهنوار هيٺ رهيا. جام تغلق عرف جوڻي جي وقت ۾ هندستان جي بادشاهه محمد شاهه جا ٽامي جا سڪا، غياث الدين جا جاري ڪيل سڪا وهنوار هيٺ رهيا. اهڙيءَ ريت جام سڪندر، جام سنجر جي وقت ۾ به اهي ئي سڪا وهنوار هيٺ آيل ڏسجن ٿا.

هن وقت تائين ٿيل تحقيق موجب جام نظام الدين سمو، سما گهراڻي جو پهريون تاجدار حاڪم آهي، جنهن جا پنهنجي نالي سان جاري ڪيل سڪا مليا آهن. جام ننڍي جي دور جا سڪا ٽن نمونن جا آهن، جن ۾ ٽامي جي گول دائري ۾ 'سلطان جام نظام الدين' ۽ ٻئي پاسي 'جام صدرالدين' اڪريل آهي، جڏهن ته سڪن ۾ فرق فقط وزن جو آهي. هن جي زماني ۾ سلطان محمود بيگڙي جونپور جي حاڪم حسين شاهه جا سڪا پڻ سنڌ ۾ هلندڙ هئا.

جام ننڍي جي وفات بعد جام فيروز جي عهد ۾ سمن حاڪمن جا پنهنجا سڪا وهنوار هيٺ رهيا. جام فيروز جي نالي سان جاري ٿيل سڪا به مليا آهن، جن تي عربي رسم الخط ۾ نالا لکيل آهن. ان سميت هن وقت ۾ سڪندر لوڌي، سلطان بهادر شاهه ۽ امير تيمور گورگانيءَ جا سڪا ۽ اشرفيون به وهنوار هيٺ رهيون.

هتي اها وضاحت ضروري آهي ته مٿي ڏنل ڄاڻ ڪان هٽي، ڳچ سمن سلطانن جا سِڪا مليا آهن، جن بابت پهريون پيرو عبدالله ورياهه مرحوم معلومات مهيا ڪئي آهي. سمن جي سِڪي جو وڏو تعداد سنڌالاجيءَ (سنڌ يونيورسٽيءَ) ۾ موجود آهي، پر اڃا تائين انهن جو سنجيدو اڀياس نه ٿيو آهي.

## سمن جي دور جا ڪجهه مشاهير:

سمن ڄامن جي دور ۾ ڪيترا ڪردار ۽ سلي حڪمرانيءَ وارا بادشاهه ٿي گذريا آهن. جن ڪي به هن دور جي مشاهيرن ۾ شامل ڪري سگهجي ٿو. البت تاريخ سنڌ جي هن سونهري دور ۾ ڪيترا عالم ۽ صوفي به ٿي گذريا. جتي وقت جا معتبر استاد پيدا ٿيا، اتي عارف به نڪري نروار ٿيا. ان ڪان سواءِ ڪيترا موچارا سرڪاري عملدار، سياستدان ۽ بهادر فوجي به پيدا ٿيا. هتي مشاهيرن جو مختصر ذڪر ڪجي ٿو.

**دلشاد:** هن جو ڄام نظام الدين (نندي) جي دور سان واسطو آهي. ڪيس ابتدا ۾ بکر جو عملدار ڪيو ويو. جتي هن سهڻو انتظام رکيو ۽ بهادر شخص هو.

**دولهه دريا خان:** هي وزير لکدير يا لکسير (لکمير؟) جو غلام ۽ ذات جو قبوليو هو. بعد ۾ شڪار ڪندي ڄام نظام الدين جي مٿس نظر پئي. ان ڪانپوءِ هو ڄام نندي جي ملازمن ۾ شامل ٿيو. هن جي اعليٰ تعليم ۽ تربيت جو بندوبست ڪيو ويو. پوءِ درياخان کي مبارڪ خان جو خطاب ڏئي وزير مقرر ڪيو ويو. اڳتي هلي امير الامراءُ، وزيراعظم ۽ فوج جو ڪمانڊر مقرر ٿيو. دولهه دريا خان جون سنڌ جي جاگرافي ۽ سرحدن جي حفاظت جي حوالي سان وڏيون خدمتون آهن. سنڌ ملڪ ۾ امن ۽ اقتصاديات جي بحاليءَ ۾ سندس وڏو ڪردار آهي. جتي به امن امان لاءِ ضرورت پوندي هئي، اتي فوجون وٺي پهچي ويندو هو. ٺٽي جي پرسان خان واهه ۽ سيوهڻ طرف ساوه واهه جي کوٽائي ۽ زمينن لاءِ پاڻيءَ پهچائڻ سندس وڏو ڪارنامو آهي. هونئن ته دريا خان هر محاذ تي پاڻ ملهايو، پر 'سبي' جي واپسي سندس وڏو ڪارنامو آهي. ڄام نظام الدين جي دور ۾ 'سبي' سنڌ جي حدن ۾ هڪ اهم سرحدي شهر هو. هرات جي لشڪر مير ذوالنون ارغون جي قيادت ۾ هن شهر تي حملو ڪيو ۽ سنڌ جي نمائندي 'بهادرخان' کان شهر کسي ورتو. ڄام جي حڪمن تي دريا خان 1490ع ۾ سبي شهر ارغونن کان واپس ورتو. ان عرصي ۾ ميران محمد جونپوري، هند کان سنڌ ۾ آيو. ڏيڍ سال ٺٽي ۾ رهيو. پوئلڳن جو وڏو تعداد پيدا ڪيائين. ڄام نندي هن صورتحال کي رياست لاءِ خطرو سمجهندي، دريا خان کي حڪم ڏنو ته ميران محمد جونپوريءَ کي سنڌ مان بيدخل ڪيو وڃي. دولهه دريا خان هن مسئلي کي احسن طريقي سان حل ڪيو. 1508ع ۾ ڄام نندو فوت ٿيو. ان بعد سنڌ جي سلطنت زوال طرف وڌي. نندي عمر جو ڄام فيروز بادشاهه بڻيو. 11 محرم 927هه تي شاهه بيگ ارغون ٺٽي تي حملو ڪيو. ڄام فيروز شهر ڇڏي ڀڄي ويو. دريا خان ارغونن جي لشڪر کي للڪاريو. گهمسان جي جنگ کانپوءِ، شام جي وقت شهيد ٿي ويو. سندس مزار مڪليءَ تي موجود آهي. *(تفصيل لاءِ ڏسو: سمن جي سلطنت، مختلف صفحا)*

**علاؤالدين:** دريا خان جو پٽ ۽ دربار جو مکيه امير هو *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 141)*

**محمود:** مير علي شير قانع هن کي محمد خان لکيو آهي، پر عام طرح محمود خان طور مشهور آهي. هي به دولهه دريا خان جو پٽ هو پيءُ جي شهادت بعد هن تلتي ۽ ڳاها ۾ لڙايون ڪيون، پر ناڪام ٿيو *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 141)*

**موتڻ خان:** علي شير قانع هن کي متن خان (منڻ ؟) لکيو آهي. محمود خان سان گڏ شاهه بيگ جي خلاف محاذ ڪڙو ڪيائين. هي به دريا خان جو فرزند هو *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 141)*

**سارنگ خان:** مير علي شير لکي ٿو ته، سارنگ خان به ڄام نظام الدين ۽ ڄام فيروز جي دور جو ناليرو امير هو هن جي بهادريءَ ۽ عقلمنديءَ جي ذريعي وڏا وڏا ڪم سرانجام ٿيندا هئا.*(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 141)*

تاريخ معصومي *(سنڌي، ص: 156)* هن کي ڄام سارنگ لکيو آهي. پير حسام الدين راشديءَ جي تحقيق آهي ته، ڄام سارنگ نالي امير ڪبير دريا خان جو پٽ هو *(مڪلي نامو ص: 101-102)* جڏهن ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪيس دريا خان جو ڀاءُ سڏيو آهي.*(ڊاڪٽر بلوچ جا مقالا ، ص:146)* هن ڏس ۾ درست راءِ راشدي مرحوم جي آهي ته، سارنگ خان، دريا خان جو پٽ هو.

**احمد خان:** راشدي صاحب جي تحقيق موجب، احمد خان به دريا خان جو پٽ هو. دريا خان جي مقبري جي چوديواريءَ تي احمد بن دريا خان جو نالو هڪ ڪتبي ۾ موجود آهي. *(سمن جي سلطنت، ص: 131)*

**ديوان لکدير:** ڄامن جي سلطنت ۾ ديوان لکدير يا لکسير (لکمير؟) جو نالو خاص اهميت رکي ٿو. هن ديوان لکدير وٽ ننڍڙو دريا خان ملازم هو. جيڪو پوءِ ڄام نظام الدين حاصل ڪري، ڪيس پُٽيلو بڻايو ۽ تمام وڏا عهدا ماڻيائين.

**پير البو:** هيءُ ڄام نظام الدين جو پاٽيجو ۽ نائي هو. هن جو اصل نالو ڄام مارڪ (مارڪ ؟) آهي. مسجد صفه جي جاءِ تي هندن جو بتخانو موجود هو. جڏهن مراد شيرازيءَ بتخانو ڊاهڻ جو حڪم ڏنو ته، هندن وڏو اعتراض ورتو. ڄام البو هندن کي سمجهائڻ ويو، پر سيد مراد کي ڏنائين ته سندس مريد ٿي ويو. *(تحفة الطاهرين، سنڌي، ص: 148)*

**شيخ نتر:** شيخ نتر ڄام نندي جي حڪومت ۾ خاص مصاحب ۽ مقرب هو. شيخ نتر کي به مذڪوره مندر ڊاهڻ کان روڪڻ لاءِ موڪليو ويو. پر هي به ڄام مارڪ وانگر، سيد مراد جو مريد بڻجي ويو. *(تحفة الطاهرين، سنڌي، ص: 149)*

**شيخ جهنڊو پاٽي:** سيد ميران محمد مهدي جونپوريءَ جو مريد هو. ان پسمنظر ۾ ڄام نندي جي هن سان نه لڳندي هئي. سندس مزار ساموئيءَ جي سرزمين تي موجود آهي. *(تحفة الطاهرين، سنڌي، ص: 152-155)*

**قطب الدين بن محمود:** ڄام نندي جي دور جو بهترين خطاط يا خوشنويس هو دريا خان جي مدفن جي تعميرات تي سندس نالو موجود آهي. *(دي ڪيليگرافرس آف ٺٽ، ص: 57)*

**حافظ رشيد:** مير علي شير قانع موجب پاڻ ڄام نظام الدين ۽ ڄام فيروز جي دور جو ناميارو خوشنويس ٿي گذريو آهي. سندس شمار وقت جي

وڏن ماڻهن ۾ ٿيندو هو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 592)* هن جو پٽ عبدالرحيم به ساڳئي فن جو ماهر هو. ترخان دور جي نالي‌رن خطاطن ۾ سندس ذڪر اچي ٿو.*(ڪيليگرافرز آف ٺٽه، ص: 57-58)*

**بهادر خان:** ابتدا ۾ جڏهن ارغونن سبيءَ تي حملو ڪيو، تڏهن بهادر خان ان علائقي جو گورنر هو. ارغونن جي ڪاهه وقت شهر هن جي قبضي مان نڪري ويو. بعد ۾ 1590ع واري جوابي ڪارروائيءَ ۾ دولهه دريا خان هي شهر ارغونن کان واپس ورتو. *(مڪلي نامو، ص: 176-179)*

**قاضي قادن:** سمن ڄامن جي دور ۾ قاضي قادن شايد ڦوهه جوانيءَ ۾ هو. ان دور ۾ چون ٿا ته قاضي قادن بکر جو حاڪم يا قاضي هو. پوءِ سيد محمد جونپوريءَ جو مريد ٿيو. ان ڪري هن ۾، ۽ مخدوم بلاول ۾ اختلاف پيدا ٿيا. 1520ع ۾ ارغونن جي حملي وقت، قاضي موصوف حملي آورن سان گڏ هو، پر پوءِ جڏهن ارغونن طرفان نوَ ڏينهن ٺٽي کي ڦرڻ لٽڻ ۽ ساڙڻ جو سلسلو بند نه ٿيو ته پاڻ ارغونن کي اپيل ڪري اهو بند ڪرائيئين. ان ڪانپوءِ وري به هو ڌارين سان ملي هم وطنن خلاف عمل ڪندو رهيو. قاضي صاحب سنڌي زبان جو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن جو مڪمل رسالو موجود آهي.

**مخدوم بلاول:** ذات جو سمو هو. ڪي لکندڙ هن جو شجرو، سمن جي شاهي خاندان سان ملائين ٿا. پاڻ وطن دوست عالم ۽ صوفي ٿي گذريو آهي. تلتي ۽ باغبان هن جي اثر ۾ هئا ۽ اتي سندس مريدن جو وڏو انگ هو. شاهه بيگ ارغون سان ٽاڪرو ڪرڻ بدران معرڪا ڪيائين، ان ڪري سرڪاري ڏمر هيٺ آيو. (اهڙو ذڪر مٿي ٿي آيو آهي). سندس مشهور خليفا هن ريت ٿي گذريا آهن: مخدوم ساهڙ لنجار (انڙپور)، سيد حيدر (سن)، مخدوم رڪن الدين يا مخدوم مٺو (مڪلي)، مخدوم حسن (پاٽوٽ)، مخدوم سعد يا ساند (سڪرنڊ)، ۽ مخدوم محمد عثمان هنگورو (گچيرو، مورو).

جي. ايم. سيد جي تحقيق موجب مخدوم بلاول جي شهادت 02 رجب 930هه برابر 06 مئي 1523ع تي ٿي. *(سنڌ جا سورما، ص: 34-41)*

**ڄام ابراهيم ۽ ڄام بايزيد:** شاهي دربار جا اهم رڪن هئا، جي ناراض ٿي ملتان جي رياست ۾ پناهه گزين ٿيا. اتي جي حاڪم حسين لانگاهه، بايزيد کي شورڪوٽ ۽ ابراهيم کي اچ ۾ جاگيرون ڏنيون. ڄام بايزيد وڏو عالم هو ۽ هن جي دربار عالمن سان پربل رهندي هئي. *(جنت السنڌ، ص: 360-361)*

ان کان سواءِ هن دور ۾ فارسي ۽ سنڌيءَ جي ڪيترن شاعرن جا نالا به ملن ٿا، جيڪي هن دور ۾ ٿي گذريا آهن. ڊيگهه کان بچڻ لاءِ هتي انهن جا صرف نالا ڏجن ٿا: شيخ حماد جمالي، ڄام نظام الدين، مخدوم بلال ۽ شيخ عيسيٰ لنگوٽيءَ جا فارسي شعر مليا آهن، جڏهن ته درويش نوح هوٿياڻي، شيخ عبدالجليل چوهڙ، مخدوم احمد ڀٽي ۽ اسحاق آهنگر جا ايڪڙ ٻيڪڙ سنڌي شعر ملن ٿا. فارسي يا سنڌي شاعرن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، تن ڪي به سمن جي دور جي مشاهيرن ۾ شامل ڪري سگهجي ٿو.

## سنڌ تي ارغون حڪومت

ارغونن کان اڳ سنڌ تي سمن ڄامن جي آزاد حڪومت قائم هئي، جنهن کي 1520ع ۾ ختم ڪيو ويو. اُن جو پسمنظر ڪجهه هن ريت آهي:

**ارغونن هٿان سنڌ جي فتح:**

ارغون، ترخان ۽ مغل (هندستان جا بادشاهه) اصل ۾ مرڪزي ايشيا سان تعلق رکن ٿا، جن جو مٿي هلي هڪ ئي نسل ظاهر ٿئي ٿو يا وري ائين چئجي ته ٽنهي گهراڻن جو وڏو ڏاڏو هڪ ئي هو. ڏهين صدي هجري (چوڏهين صدي عيسوي) ۾ مرڪزي ايشيا کي ڇڏي اهي اچي موجوده افغانستان ۾ اچي پهتا ۽ اڳتي هلي قنڌار، هرات ۽ ڪابل ۾ سياسي ۽ فوجي طاقت جو مرڪز بڻيا. هرات تي حسين بايقرا (862-911) جو راڄ هو، جنهن پاران ارغون قنڌار کان شال (ڪوئيٽا) تائين واري علائقي کي سنڀاليندا هئا. ابتدا ۾ مير ذوالنون ارغون، بايقرا طرفان قنڌار جو نائب هو، جيڪو 1507ع (913هه) ۾ محمد خان شيبانيءَ هٿان قتل ٿي ويو. جنهن کانپوءِ ارغونن ۽ ترخانن متفق ٿي ذوالنون جي وڏي پٽ شاهه بيگ ارغون کي پنهنجو سردار تسليم ڪيو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 139-141)* ان بعد قنڌار ۽ شال شاهه بيگ جي ضابطي هيٺ آيا. سنڌ جو پوڙهو سلطان ڄام نظام الدين سموا جا زنده هو، ليڪن ويهه- ايڪيهه سال اڳ سندس دور ۾ پهريان مير ذوالنون ارغون، شال کان وڏي 'سبي' تي حملو ڪيو هو. ان وقت هرات تي سلطان حسين بايقرا جو حڪم هلندو هو ۽ سنڌ تي ڄام نظام الدين پوري جاهه ۽ جلال سان بادشاهي ڪري رهيو هو. سبي، سنڌ جو اهم سرحدي شهر هو، جتي بهادر خان ڄام نظام الدين گورنر مقرر ٿيل هو. ڄام نندي سپهه سالار دريا خان کي 'سبيءَ' جي واپسيءَ جو حڪم ڏنو. دريا خان شهر ۽ ڪوٽ تي حملو ڪري ارغونن کي شڪست ڏني ۽ سبيءَ تي سنڌ جي حاڪميت بحال ڪئي. هي واقعو 1485ع ۾ ٿي گذريو آهي. ان معرڪي ۾ ذوالنون جو پٽ ۽ شاهه بيگ جو ڀاءُ سلطان محمد مارجي ويو. *(مڪلي نامه، ص: 176-183)* مير معصوم بکريءَ لکيو آهي ته، ڄام نندي (نظام الدين) جي دور ۾ ارغونن وري سنڌ تي حملو نه ڪيو. بادشاهه حسين بايقرا 1505ع ۾ فوت ٿيو. هرات تي تيموري سلطنت جو خاتمو ٿيو. سنڌ جو عظيم بادشاهه ڄام نظام الدين به ائيتاليهه سال سنڌي عوام جي دلين تي راڄ ڪري 1508ع ۾ هميشه لاءِ وڃي مڪليءَ تي آرامي ٿيو.

مغربي ايشيا ۽ وچ ايشيا جا حالات تيزيءَ سان تبديل ٿيڻ شروع ٿيا. شاهه اسماعيل صفوي 1501ع ۾، عرب فتوحات کانپوءِ پهريون ڀيرو، ايران ۾ ڏيهي مضبوط بادشاهت جو بنياد رکيو. بابر 1512ع ۾ آخري معرڪي ۾ ازبڪن هٿان شڪست کائي، ڪابل پهتو ۽ وري ڪڏهن به سمرقند يا وچ ايشيا طرف مهم جوئي نه ڪيائين. هيءَ به هڪ تاريخي حقيقت آهي ته، اتندي ئي بابر ۽ شاهه اسماعيل صفويءَ ۾ سٺا لاڳاپا قائم ٿيا. هن حالت ۾ شاهه بيگ ارغون سخت پريشان ٿيو. ان دور

۾ سنڌ جا حالات بہ ڪي درست نہ هئا. شاهہ بيگ ڄام نندي جي وفات (1508ع) ڪانپوءِ ’سبيءَ‘ تي قبضو اچي ڪيو. ڪيس سنڌ جي بگڙجندڙ حالتن جي خبر ملي رهي هئي. ان وچ ۾ 1516ع ڌاري ڄام فيروز جي ماءُ، دولهہ دريا خان مان جان ڇڏائڻ لاءِ، شاهہ بيگ ارغون سان ملاقات ڪري فوجي مدد جي تقاضا ڪئي. *(تاريخ طاهري، سنڌي، ص: 67)* حملي آور موقعي جو فائدو وٺي ابتدائي طور ڪوٽ ماڇي، ۽ چانڊڪا تي حملو ڪري ڦرلٽ ڪئي. ان ڪان پوءِ ارغونن باغبان پرڳڻي جي ڳوٺ ڳاهہ تي بہ حملو ڪيو ۽ ڦرلٽ سان گڏ مقامي ماڻهن جا هڪ هزار اُٺ ڪاهي ويا. *(تاريخ معصومي، ص: 150-152، سنڌي ڇاپو)* 1520ع جي آخر ڌاري شاهہ بيگ ارغون سنڌ تي باقاعدي حملو ڪيو. سبي، شال، گنجابہ ۽ فتح پور جو انتظام رکي، بہ سئو چاليهہ چونڊ ويڙهاڪن جي لشڪر سان باغبان جي علائقي ۾ داخل ٿيو. ان ڪان سواءِ ڪيس وڏيڪ لشڪر بہ هو. ابتدا ۾ هو باغبان واري علائقي ۾ داخل ٿيو. هن خطي ۾ مشهور صوفي ۽ عالم مخدوم بلال جو وڏو اثر هو. ٺٽي شهر ۾ دريا خان جا پٽ موٽڻ خان ۽ محمود خان مقابلي جي لاءِ تيار هئا، پر حملي آور مقابلو ڪرڻ بجاءِ پاسو وٺي نڪري ويا. جتان تي گذريا، اتي جي موقعي پرست وڏيرن شاهہ بيگ ارغون جو استقبال ڪيو ٿي. لڪي جبلن جو پاسو وٺي آخرڪار لشڪر سميت شاهہ بيگ، سنڌ جي دارالحڪومت پهچي ويو. سنڌ جو حاڪم ڄام فيروز غنيم جو ٻڌي ٺٽو ڇڏي واهہ ٽپي وڃي پيرڻي وٽ منزل انداز ٿيو. ڄام فيروز پاران برطرف ڪيل دريا خان ۽ شاهہ بيگ ارغون هڪ ٻئي جي دوبدو ٿيا. هن مقابلي جي تاريخ مير معصوم بکريءَ 11 محرم 926هہ لکي آهي، ليڪن درست تاريخ 11 محرم 927هہ/ 22 ڊسمبر 1520ع آهي، جيئن مير علي شير قانع لکيو آهي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 139)* ٺٽي ۾ لڳندڙ هن جنگ جي سنڌ جي تاريخ ۾ وڏي اهميت آهي. سچو ڏينهن زبردست جنگ ٿي. شڪست ۽ سوڀ جو فيصلو نہ پئي ٿيو. نيٺ دولهہ دريا خان وڙهندي شهادت پاتي. دريا خان جي شهادت ڪانپوءِ ارغونن پنهنجي سوڀ جو اعلان ڪيو. لاڳيتو نوَ ڏينهن ٺٽي کي ڦريندا ۽ ساڙيندا رهيا. قاضي قاضن (قادن) جي اپيل ڪانپوءِ نيٺ قتل ۽ ڦرلٽ جو اهو عمل بند ڪيو ويو. ان بعد وڪيلن معرفت ڄام فيروز ۽ شاهہ بيگ ۾ صلح ٿيو. طئہ ٿيو تہ سمنڊ ڪان لڪي جبلن تائين واري علائقي تي ڄام فيروز حڪومت ڪندو ۽ اتر سنڌ تي شاهہ بيگ حڪومت ڪندو.

**شاهہ بيگ ارغون:** شاهہ بيگ ارغون، سنڌ جو پهريون ارغون حاڪم ٿي گذريو آهي. هي حاڪم، ڄام فيروز سان معاملا طئہ ڪري، ٺٽي کي ڇڏي اچي سيوهڻ پهتو. سيوهڻ لاءِ مير عليڪ ارغون، سلطان مقيم بيگلار، ڪيڪ ارغون ۽ احمد ترخان کي مقرر ڪيائين. بکر جو قلعو سلطان محمود جي حوالي ڪيو ويو. جو پوءِ تاريخن ۾ سلطان محمود بکري سڏيو ويو. سيوهڻ جي سهتن، سوڍن ۽ سمن، ارغونن جي حڪومت کي قبول نہ ڪيو. قاضي قادن کي ڳالهين ۽ صلح جو ڪم سونپيو ويو ليڪن مخدوم بلال ان کي ٺڪرائي ڇڏيو هن جو سيوهڻ، ٺلتي ۽ باغبان ۾ وڏو اثر هو. دريا خان جا ٽي پٽ: ميان محمود، موٽڻ خان، ۽ ڄام سارنگ ويڙهہ لاءِ تيار ٿيا. ڌارين حاڪمن ٺلتيءَ جو گهيرو ڪيو. شاهہ بيگ خود حملي جي قيادت ڪئي. مير فاضل ڪوڪلتاش لشڪر جي اڳيان هو. اڪثر سنڌي ويڙهاڪ مارجي ويا. ڪجهہ ماڻهن درياهہ ۾ پاڻ اڇليو ۽ ڪي سيوهڻ طرف جان بچائي نڪتا. ارغون ٽي ڏينهن ٺلتيءَ ۾ رهيا، ۽ شهر توڙي شهرين جو گهڻو نقصان ڪيائون. مير معصوم ٺلتيءَ واري جنگ بابت لکيو آهي تہ، انهيءَ جنگ ۾ سوڍن عجيب لڙائي ڪئي ۽ مقابلي جي ميدان تي ڌاڍي مڙسي ڏيکاري، ۽ بيهڪ ڪري، انهن مان گهڻا جوڌي سوڍي جي پاءُ رٿمل سان گڏ ڪُسجي ويا. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 157)*

شاهہ بيگ ارغون اڌ سنڌ جو حاڪم رهيو سنڌ ۾ جيترو بہ وقت رهيو، هڪ ڏينهن بہ سُک نہ ہُتو. سنڌ جي ماڻهن ۽ ملڪ تي قبضو برقرار رکڻ لاءِ هٺ پير هڻندو رهيو، تہ ٻئي طرف ڪيس بابر ڪابل ۽ قنڌار جي ڪري زبردست پريشاني رهي. ٺلتيءَ جي معرڪي ڪانپوءِ سبي ۽ شال (اڄ جي ڪوئيٽا) ڏانهن موٽي ويو. ان وقت گجرات مان ڄام صلاح الدين: سمن، ڪڇي ۽ گجراتي لشڪر جي مدد سان ٺٽي تي حملي لاءِ نڪتو. ڄام وٽ ڏهن هزارن جو جٿو هو. اهڙو اطلاع شال ۾ شاهہ بيگ کي مليو. هن پنهنجي پٽ شاهہ حسن کي تمام تڪڙو ڄام فيروز جي مدد لاءِ روانو ڪيو. پاڻ بہ تمام جلد سنڌ طرف موٽي آيو. جوڻ جي ڳوٺ ۾ ڄام فيروز ۽ ڄام صلاح الدين ۾ معرڪو ٿيو. ارغون ڄام فيروز جا مددگار هئا. هن معرڪي ۾ ڄام صلاح الدين ۽ سندس پٽ هيبت خان مارجي ويا. هي معرڪو ارغونن ۽ ڄام فيروز کٽيو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 159)*

فيروز ٺٽي پهتو. شاهہ بيگ شال مان موٽي باغبان آيو. جتي پٽن بہ سرخرو ٿي اچي نڪتو هتي ماڇي قبيلي سرڪشي ڪئي، جن کي تهہ تيغ ڪري، مال متاع ڦري لٽي آخرڪار ڪوٽ کي ڍاهي ڍير ڪيائون. ڪجهہ وقت بادشاهہ باغبان ۾ رهيو بعد ۾ سيوهڻ پهتو ۽ ضروري حڪم ڏئي بکر پهتو. بکر ۾ مختلف قبيلا: ڌهر، ڌاريجا ۽ مهر بغاوت ۾ مصروف هئا. ڪن کي لالچ تہ ڪن کي دڙڪي سان ماٺ ڪرائڻ جو جتن ڪيو ويو. سلطان محمود ۽ سندس والد مير فاضل، سرڪشن کي چيڀاڻ ۾ سرگرم رهيا. قاضي قادن، هر مرحلي تي فاتح جو مددگار ۽ صلاحڪار رهيو. ڌاريجن هڪ مرحلي تي قلعي ۾ گهڙي محمود کي پڪڙڻ جو بہ ارادو ڪيو. مگر راز فاش ٿيڻ ڪري ناڪام رهيا. مير فاضل ستيتاليهہ ڌاريجا سردار پاڻ سان وٺي آيو ستاويهن کي ٺئي موقعي تي سزاياب ڪرايائين. باقي بچيلن جو معاملو بادشاهہ جي آڏو پيش ڪيو ويو. قاضي قادن جي مشوري تي اُنهن کي رات جو قتل ڪري، بکر جي قلعي جي برج تان درياهہ ۾ ڦٽو ڪيو ويو. اهو برج جتان ڪين درياهہ ۾ اڇليو ويو، سو پوءِ ’خوني برج‘ سڏيو ويو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 160)*

سنڌ تي ارغون حڪومت

شاهه بيگ هڪ سال لاءِ بکر ۾ رهڻ جو فيصلو ڪيو. بکر جي قلعي جي نئين سر اڏاوت جو حڪم ڏنائين. اُن مقصد لاءِ اروڙ جي قديم قلعي کي برباد ڪيو ويو ۽ پڻ سمن ۽ ترڪن جي جاين کي ڊاهي، اُتان پڪيون سرون حاصل ڪيون ويون. بکر جي قلعي جي تعمير ۽ ڪوٽ اندر پاڻ لاءِ توڙي پنهنجن اميرن لاءِ جاين ٺاهڻ جو حڪم ڏنائين. مطلب ته پورو هڪ سال هت رهي اتر سنڌ جي انتظام تي توجهه ڏنائين. اطلاع مليا ته مختلف بلوچ قبيلا ارغونن خلاف بغاوت پکيڙي رهيا آهن. تڏهن انهن تي حملا ڪري ٻائيتالهه ڳوٺ ويران ڪرڻ سان گڏ بيشمار ماڻهن کي قتل پڻ ڪرايائين. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 161- 165)*

ان وچ ۾ بابر قنڌار تي فوجي دٻاءُ جاري رکيو. ڪابل اڳ ۾ بابر جي طاقت ۽ اختيار جو مرڪز بڻجي چڪو هو. ان وقت شاهه بيگ ارغون سيپٽمبر 1522ع (شوال 928هه) تي بابر کي قنڌار جو قبضو ڏنو. *(تحفة الکرام، فارسي، ص: 490)* ان پسمنظر ۾ ڏسجي ٿو ته ارغون هميشه لاءِ وچ ۽ مرڪزي ايشيا مان بي دخل ٿي چڪا هئا. ان ريت شاهه بيگ سنڌ پهچڻ ڪانپوءِ، گجرات جي فتح لاءِ تياري ڪئي. ارغون حاڪم لشڪر وٺي چانڊڪا پهتو. ان وقت مير فاضل گهڻو بيمار ٿي پيو. ان ڪري کيس بکر وڃڻ جي موڪل ملي. اڃا چانڊڪي ۾ هئا ته مير فاضل جي موت جو اطلاع آيو. شاهه بيگ هي خبر ٻڌي واپس بکر پهتو. سلطان محمود سان عذر خواهي ڪيائين، ڇو ته مير فاضل هن جو (محمود) پيءُ هو. ان بعد مضبوط ارادي سان گجرات جي فتح جو پڪو ارادو ڪري نڪتا. ان عرصي ۾ پڪي خبر ملي ته بابر، هندستان جي حدن ۾ داخل ٿي چڪو آهي ۽ هن کي ملڪ فتح ڪري خانداني شهنشاهت قائم ڪرڻ جو ارادو آهي. هي خبر ٻڌي شاهه بيگ چيو ته بابر اڳي پوءِ سنڌ کي به فتح ڪندو. ان حالت ۾ ارغونن جو ڇا ٿيندو؟ ان ڪري لازم آهي ته اسين ڪنهن ٻئي ملڪ ڏي ڀڄي هلون. هن صورتحال کيس ڏاڍو پريشان ڪيو ۽ ان حالت ۾ وفات ڪري ويو. ان وقت شاهه بيگ ۽ ان جو لشڪر اگهم ڪوٽ جي ويجهو هو. البت هن جي وفات جي تاريخ تي اختلاف آهي. مير معصوم لکي ٿو ته، هن 22 شعبان 928هه (17 جون 1522ع) تي وفات ڪئي. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 167)* جڏهن ته نئين تحقيق موجب سنڌ جو هي حاڪم ٻه سال پوءِ 22 شعبان 930هه تي فوت ٿيو ان ڏينهن تي انگريزي تاريخ 26 جون 1524ع هئي. *(تحفة الکرام، فارسي، ص:490)* اگهم ڪوٽ کان هن جو ميت بکر موڪليو ويو ۽ ٽي سال پوءِ ڪڍي وڃي مڪي شريف ۾ دفن ڪيائون.

مٿي ذڪر ٿيو آهي ته شاهه بيگ صلح لاءِ قاضي قادن کي مقرر ڪيو، ليڪن مخدوم بلال انڪار ڪندي جدوجهد جاري رکڻ جو اعلان ڪيو. تلٽيءَ واري جنگ ۾ بلاولي تحريڪ جي ڪارڪنن جو گهڻو نقصان ٿيو پر پوءِ به هيءَ جدوجهد جاري رهي. سنڌ ۾ صديون گذرڻ بعد اڄ به هي روايت هلندڙ اهي ته، شاهه بيگ جي حڪم تي مخدوم بلاول کي گهاڻي ۾ پيڙيو ويو. جڏهن ته ان دور جو ويجهي تاريخدان مير معصوم بکري لکيو آهي ته مخدوم بلال 929هه ۾ وفات ڪئي. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 241)* جڏهن ته مخدوم بلال جي ڪردار کي نروار ڪرڻ ۾ جي ايم سيد جو اهم ڪردار آهي. سندس لکڻ موجب 02 رجب 930هه برابر 06 مئي 1523ع تي مخدوم بلاول کي گهاڻي ۾ پيڙايو ويو *(سنڌ جا سورما، ص: 41)* شاهه بيگ جي وفات 26 جون 1524ع تسليم ڪجي ته، پوءِ مخدوم بلاول جي شهادت جو واقعو سندس ئي دور ۾ ٿي گذريو.

**شاهه حسن ارغون:** مرزا شاهه حسن ارغون پهرين شوال 930هه/ 30 آگسٽ 1524ع تي نصرپور ۾ نئون حڪمران بڻيو ان جو مطلب ته والد جو لاش بکر موڪلي پاڻ اگهم ڪوٽ مان منزل ڪٽي اچي نصرپور پهتو اهو عيد جو ڏينهن هو. اميرن ۽ صلاحڪارن گجرات بجاءِ ٺٽي تي حملي جي صلاح ڏني. هن کي ٻڌايو ويو ته ڄام فيروز، شاهه بيگ جي موت جو ٻڌي خوشيءَ وچان جشن ملهايا آهن. هي خبر ٺٽي پهتي ته ڄام فيروز ايلچي موڪلي گناهن جي معافي گهري ۽ وفاداريءَ جو واعدو به ڪيو. ليڪن اهي سڀ عذر رد ڪري ارغونن ٺٽي تي ڪاهه ڪئي. فيروز شهر ڇڏي ڀڄي ويو، البت سندس نائي شيخ ابراهيم ۽ ماڻڪ وزير ڪجهه دير لاءِ درياهه ۾ ارغونن جو مقابلو ڪيو. جنهن کي ختم ڪري ارغونن اڳتي وڌي شهر تي قبضو ڪيو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 182-183)* ان ريت ٺٽي سميت سڄيءَ سنڌ تي، پهريون ڀيرو ارغونن مڪمل قبضو ڪيو. ڄام فيروز نااميد ٿي ڪڇ ڏانهن هليو ويو.

ڄام فيروز ڪڇ ۾ گجرات جي مدد سان پنجاهه هزار ماڻهو سوار ۽ پيادا گڏ ڪري بدين طرف (چاچڪ ۽ راهمون ڳوٺ وٽ) جنگ لاءِ ظاهر ٿيو. هيءَ خبر ٺٽي پهتي ته ارغونن ۾ ٽرٽلو مچي ويو. شهر جو بندوبست رکي ارغون ڄام فيروز کي منهن ڏيڻ لاءِ نڪتا. خوب دنگل ٿيو. صبح کان شام تائين جنگ هلي، جنهن ۾ ويهه هزار ماڻهو ڪم آيا. نيٺ ڄام فيروز ناڪام ٿي گجرات هليو ويو.

ڄام فيروز پوءِ گجرات هليو ويو. هن پنهنجي ڌيءَ گجرات جي بادشاهه بهادر شاهه کي نڪاح ۾ ڏني. سن 1535ع ۾ همايون گجرات تي حملو ڪيو جنگ ۾ ڄام فيروز به شريڪ هو، جو انهيءَ لڙائيءَ ۾ مارجي ويو. *(ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ، ص: 393)*

ان ڪانپوءِ شاهه حسن لاڙ ملڪ جي خاطري ڪري، اتر ڏانهن روانو ٿيو. سيوهڻ، هالا، دربيلي، ٻبرلو ۽ آخرڪار بکر پهتو. هنن شهرن مان لنگهندي يا هتي رهندي، مختلف اميرن تي مهربانيون ڪيائين ۽ جدا جدا مقرريون ڪيائين. مرزا شاهه حسن ارغون جو راڄ به پنهنجي والد وانگر مڪمل فوجي راڄ هو. بکر پهچي هن مفصل پروگرام تيار ڪيو. باغي قبيلن توڙي واهه ۽ شهر تاراج ڪرڻ جو نقشو ٺاهيو ويو. وفاداري نه ڪندڙ هر ماڻهوءَ کي نشانو بنائڻ ۽ نابود ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪيو ويو. ان ڏس ۾ ملتان کي به شامل ڪيو ويو. شاهه حسن جي فوجي آپريشن جو مختصر ذڪر ڏجي ٿو ايم. ايڇ پنهور شاهه حسن جي فوجي ڪارروائين جو مڪمل خاڪو ڏنو آهي. *(ڏسجي: ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ، نقشو ص: 369)*

شاھ حسن بکر ۾ ھو تہ ڪيس ماٿيلي ۾ مخالف قبيلن جي سرگرمين جو اطلاع مليو. ڌھر، ماڇي، مھر ۽ ڪي بلوچ قبيلا لشڪر گڏ ڪري رھيا ھئا. ميرپور ماٿيلو، اباوڙو، پٽي واھڻ (پٽا واھڻ) ۽ سيوراءِ ۾ دنگل ٿيا، جن ۾ شاھ حسن خود بہ شريڪ ٿيو ۽ چوندا اميرن کي بہ شريڪ ڪيائين. ھنن معرڪن ۾ سلطان محمود جا ٻہ پائر بہ مارجي ويا. سيوراءِ جي مھرن سان مقابلي ۾ بابا احمد سخت زخمي ٿي مري ويو. ھن جو ٻيو پاءُ مير عبدالفتاح بہ مارجي ويو. اتر ۾ سنڌ جي سرحد پٽہ واھڻ مقرر ٿي. شاھ حسن بکر پھتو ۽ جلد پوءِ سبيءَ طرف پيش قدمي ڪيائين. اتي جو انتظام ٺيڪ ڪري، واپسيءَ ۾ رندن ۽ بگٽين تي حملا ڪري کين شڪستون ڏئي، انھن جا سردار قيد ڪري بکر کڻي آيو. بعد ۾ وفاداريءَ جي واعدي تي انھن کي ڇڏيائين. ھي سڀ واقعا 931ھ (1524ع ۽ 1525ع) ۾ ٿي گذريا آھن. *(ھسٽري آف دي ارغونس اينڊ ترخانس، ص: 51)*

بکر موٽڻ کانپوءِ مکيہ مکيہ اميرن جي ميٽنگ ڪري کين ملتان جي فتح لاءِ فوجي تياريءَ جو حڪم ڏنائين. کين حڪم ڏنو ويو تہ ھيءَ مھم ٻن سالن جي ٿي سگھي ٿي. ھن دور ۾ بابر آخري ڀيرو ھندستان تي ڀرپور حملو ڪيو. رجب 932ھ/ اپريل 1526ع ۾ پاڻيپٽ جي ميدان تي ابراھيم لوڌي ۽ بابر جي وچ ۾ دنگل ٿيو. بابر وٽ ٻارھن ھزار فوجي ۽ لوڌين وٽ ھڪ لک فوجي ھئا. معرڪي ھلندي ابراھيم کي ميدان ڇڏڻ جو مشورو ڏنو ويو، پر ھن نہ مڃيو. آخرڪار ابراھيم ميدان جنگ تي وڙھندي مارجي ويو. ھن جنگ ۾ ويھہ ھزار انسان ڪتب آيا. مغلن کي ڦرلٽ ۾ گھڻو مال مليو. 24 اپريل تي بابر دھليءَ پھتو. 27 اپريل تي سندس نالي جو خطبو پڙھيو ويو. بعد ۾ ھمايون کي آگري جي قبضي لاءِ موڪليو ويو. *(اي شارٽ ھسٽري آف پاڪستان، جلد ٽيون، مغل ايمپائر، ڪراچي يونيورسٽي، 1967، ص: 20-22)*

ان ريت ھندستان ۾ تيموري دور جو آغاز ٿيو. برصغير ۾ مقامي بادشاھين جي پڄاڻي، سنڌ ۾ ارغونن جي اچڻ (927ھ/ 1520ع) سان شروع ٿي. بابر جو قبضو ھن ڏس ۾ وڏيڪ مددگار ٿيو.

مرزا شاھ حسن اڳ ۾ ئي ملتان جي فتح جي تياري ڪري چڪو ھو. بابر جي ڪاميابيءَ جي خبر ٻڌي ايلچي موڪلي مبارڪباد موڪليائين ۽ پڻ پنھنجي وفاداريءَ جي خاطري ڏنائين. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 187)* مٿين مائٽين جو بہ نئون سلسلو شروع ڪيو ويو. ان بعد ارغونن ملتان طرف مارچ شروع ڪيو. سيوراءِ جي قلعي کي واٽ ۾ ڦرلٽ جو نشانو بنايو ويو. ھر چرندڙ پرندڙ انسان کي قتل ڪيو ويو. سلطان محمود ھڪ ڏينھن جي ويڙھ ۾ ٽيھہ ماڻھو قتل ڪيا. ان بعد مٿو جي قلعي ڏانھن ڌيان ڏنو ويو. ھتي ڄام جيوڻ ڌھر کي پريشان ڪري سندس ڀيڻ جو رشتو سلطان محمود کي ڏنائون. ھر حيلي بھاني سان ڌھرن کي مطيع ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. ھتان اڇ تي حملو ڪيو ويو، جتي لانگاھ شھزادن ۽ بلوچن کين للڪاريو. سخت لڙائي لڳي. مرزا ھر مخالف کي ڪھڻ جو حڪم جاري ڪيو. اڇ جي قلعي تي زبردست لڙائي ٿي. ارغونن حاوي ٿي حڪم موجب ھر ماڻھوءَ کي قتل ڪيو. آخر اڇ جي مشاھيرن وچ ۾ پئجي شھر جي عوام لاءِ امان گھُري، جيڪا قبول ٿي. بادشاھ اڇ جي قلعي ۽ جاين ڊاھڻ جو حڪم ڏنو. جاين جو خوبصورت ڪاٺ بکر ڏکيو ويو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 193-194)*

ملتان ۾ سلطان محمود لانگاھ جو دور دورو ھو. کيس مرزا شاھ حسن جي ملتان طرف پيش قدميءَ جي رپورٽ ملي تہ ھن مختلف قبيلن: جتن، رندن، دوداين، ڪوراين، چانڊين ۽ پڻ ٻين قبيلن کي لڙائيءَ واسطي تياريءَ جو حڪم ڏنو. ٻنھي ڌرين گھاري واھ تي گڏ ٿي ھڪ مھيني ۾ ويڙھ جو سامان گڏ ڪيو. ان وچ ۾ سلطان محمود پنھنجي نائي شيخ شجاع بخاريءَ ھٿان زھر ملڻ ڪري فوت ٿي ويو. ھن موقعي تي سلطان محمود جي والده عقلمندي ڏيکاري شھزادي حسين کي نئون حاڪم مقرر ڪرايو ۽ مخدوم زادي شيخ بھاؤالدين جي ھٿان شاھ حسن سان معاھدو ڪرايو. جنھن موجب طئہ ٿيو تہ آئيندي بکر ۽ ملتان جي حد گھارو واھ ٿيندي. مخدوم صاحب کي نذر نياز ڏئي ارغون اڇ جي قلعي ڏانھن موٽي آيا. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 194-195)*

اُڇ جي قلعي کي نئين سر اڏڻ جو حڪم ڏنائون. ايتري ۾ سلطان محمود جي ھڪ ملازم دلاور قلعي جي فتح ڪرڻ جي ترغيب ڏياري، جتي غازي خان حاڪم ھو ۽ ھن قلعي ۾ ڏوڪڙ پيسو ۽ اناج جام پيل ھو. غازي خان، ارغون حاڪم جي حڪم تي ڌيان نہ ڏنو. ان ريت دلاور تي حملو ڪيو ويو. ٻنھي ڌرين ۾ زبردست جنگ ٿي. آخرڪار ارغونن حاوي ٿي خوب ڦرلٽ ۽ قتلام ڪرايو. سون، ڏوڪڙ پئسو ۽ اناج ھٿ ڪري تقسيم ڪيائون. بادشاھ بکر پھچي شادمانا ڪيا. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 196-197)*

سن 1526ع جي آخر ۾ لنگر خان بکر پھچي، ملتان جو حال احوال ڏنو. جتي شھزادي حسين لانگاھ جي حڪومت ھئي. مرزا کي ٻڌايو ويو تہ حسين ننڍي عمر ھجڻ سبب اميرن ۽ عورتن جي ھٿن ۾ ڪيڏي رھيو آھي ۽ اتي حڪومت نالي ڪا بہ شيءِ وجود نہ ٿي رکي. مرزا ملتان طرف مارچ جو حڪم ڏنو. حسين لانگاھ ملتان جي شيخ اسماعيل قريشيءَ کي صلح لاءِ موڪليو، پر ارغونن ٺاھ قبول نہ ڪيو. حسين لانگاھ وري بہ مختلف طريقن سان صلح لاءِ ڪوشش ڪئي، پر کيس ڪاميابي نہ ٿي. ارغونن ملتان جي قلعي جو گھيرو ڪيو. ھي محاصرو ھڪ سال تائين جاري رھيو، ان سبب ملتان واسين جي حالت ڏاڍي خراب ٿي. ماڻھو بک مرڻ لڳا. بچيل اناج مان رب ۽ شوروو ٺاھي استعمال ڪرڻ لڳا. ڪُتي ٻلي جي گوشت کي ڇيلي جي گوشت وانگيان کائڻ شروع ڪيائون. ھڪ سال جي محاصري کانپوءِ ارغونن 11 ربيع الثاني 933ھ (15 جنوري 1527ع) تي لوھي دروازو ٽوڙي، قلعي ۾ داخل ٿي ڦرلٽ ۽ قتلام شروع ڪيو. ٻارھن ڏينھن لڳاتار ھيءَ حالت رھي. ستن سالن کان ستر سالن جي عمر جي ھر مرد کي گرفتار ڪيو ويو. جن ماڻھن مختلف درگاھن ۾ پناھ ورتي، تن کي ڳولي ڳولي قتل ڪيو ويو. نيٺ شاھ حسن جي ڪاوڙ ڍري ٿي. سلطان محمود لانگاھ جو پٽ حسن ۽

ڏيءَ، مسڪين ترخان جي حوالي ڪيا ويا. ڇوڪريءَ سان مسڪين خان جو نڪاح ٿيو. (تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 197-201)

**شاهه حسن:** لنگر خان، دوست مير خوار ۽ خواجه شمس الدين کي ملتان جو انتظام ڏئي بکر هليو آيو. هڪ سال بعد لنگر خان وڃي بابر جي درٻار ۾ پهتو ۽ شاهه حسن ملتان جو علائقو بابر کي پيش ڪيو.

بابر 26 ڊسمبر 1530ع تي وفات ڪئي. ابتدا ۾ هن کي آگري ۾ دفن ڪيو ويو ۽ پوءِ سندس خواهش موجب ڪابل ۾ ڪيس هميشه لاءِ دفن ڪيو ويو. ان بعد دهليءَ جي تخت تي همايون براجمان ٿيو. جيئن مٿي ذڪر ٿيو ته شاهه حسن ملتان جي ڪِيس ۽ ڪوس ڪانپوءِ بکر پهتو ته ننئي مان راءِ ڪنگهار جي حملي بابت رپورٽ پهتي. راءِ جي سفارت کي ٺڏي ارغون جنگ لاءِ ڪڇ جي حدن ۾ ٽپي ويا. چند ڪلاڪن جي جنگ ۾ ڪڇين کي شڪست آئي ۽ ارغون حاوي ٿيا. ارغون بي شمار قتلام ڪانپوءِ مختلف ڳوٺن ۾ ڪاهي پيا. اٺ، ڍور، ڍڳا، گهوڙا ۽ ٻيو چوپايو مال هٿ ڪري ٺٽي موٽيا. پنهور صاحب جو رايو آهي ته هي جنگ 1527ع ۾ ٿي گذري. ڪڇي گوريلا جنگ وڙهيا ۽ ارغونن کي سواءِ قرلٽ جي ٻيو ڪجهه به حاصل نه ٿيو.

همايون 942هه/ 1535ع ۾ گجرات پهتو. تڏهن مرزا شاهه حسن لاءِ فرمان پهتو ته هو هڪدم مدد لاءِ گجرات پهچي. مرزا گجرات جي پٽڻ شهر پهچي گجراتين کي گهڻو ڏيجاريو، ڦريو ۽ خون خرابو ڪيو. لٽ جي مال مان ڍؤ ڪٽي ڪيائون. آخرڪار اميرن جي صلاح ڏيئي ته همايون کي پيغام موڪلجي ته ٺٽي ۽ بکر ۾ فساد جون خبرون اچي رهيون آهن. ان سبب اوڏانهن وڃڻ ضروري آهي. ان ريت وفاداريءَ جو يقين ڏياري پاڻ پنهنجي ملڪ ڏانهن موٽي هلون. اسان جي عافيت ان ۾ آهي ته بادشاهه کي پاڻ ڏيکارڻ کان سواءِ ٺٽي ڏانهن واپس ٽجي. اهو واقعو 943هه جي شروعات (1536ع) ۾ ٿي گذريو آهي. (هسٽري آف دي ارغونس اينڊ ترخانس آف سنڌ، ص: 72-76)

محرم 947هه/ مئي 1540ع ۾ همايون، شيرشاهه کان شڪست کاڌي ۽ هن جو لشڪر ميدان جنگ ڇڏي وٺي ڀڳو. جمادي الثاني 947هه/ آڪٽوبر 1540ع ۾ همايون ۽ هن جا پائر لاهور ۾ هئا، تڏهن شيرشاهه به سندن پيڇو ڪيو. مغلن جي فوج ۾ وڙهڻ جي همت نه هئي ۽ نه وري هن مصيبت جي وقت پائر اتحاد ڪرڻ لاءِ تيار هئا. آخرڪار رجب 947هه/ نومبر 1540ع تي همايون سنڌ ڏانهن اچڻ جو فيصلو ڪيو. شاهه حسن ارغون کي هيءَ خبر پهتي ته هن ابتدا ۾ اُچ کان بکر ۽ پوءِ سيوهڻ تائين، درياهه جي ٻنهي طرفن ويراني ڪرڻ جو حڪم ڏنو ڳوٺ، شهر ۽ آباديون سڀ ويران ڪيا ويا. ٻيرلوءِ جو 'چهار باغ' نهايت خوبصورت هو، ان کي به برباد ڪيو ويو. ان ريت همايون لاءِ ڪا به سٺي جاءِ نه ڇڏي وئي، جتي هو آرام سان رهي سگهي. ارغونن هر طرح سان همايون کي پريشان ڪيو. انتظاميا جي هر عملدار کي عدم تعاون لاءِ حڪم جاري ڪيا ويا. اُچ، بکر، روهڙي، دربيلو، سيوهڻ ۽ پاٽ، همايون دربدر رلندو ڀٽڪندو رهيو. ان حالت ۾ ڪيس پائر ته ڇڏي ويا، مگر سپاهي به هڪ هڪ ٿي ڇڏيندا ويا. ان دور ۾ پاٽ ۾ علي اڪبر جاميءَ جي ڌيءَ حميده بانو بيگم سان هن جو نڪاح ٿيو. شادي ابتدا جمادي الاول 948هه (سيپٽمبر 1541ع) ۾ ٿي. (همايون نامه، ص: 151، انگريزي ڇاپو) هن ڪانپوءِ همايون اُچ کان ٿيندو بيڪانير ۽ جيسلمير جي رستي کان 10 جمادي الاول 949هه/ 22 آگسٽ 1542ع تي عمرڪوٽ پهتو. راڻي بيرسال هن جي آجيان ڪئي ۽ بادشاهي حرم لاءِ قلعي جو وچ خالي ڪري ڏنو. جتي شهزادي جلال الدين محمد اڪبر 5 رجب 949هه/ 15 آڪٽوبر 1542ع تي حميده جي پيٽ مان جنم ورتو. (رائچند هريجن: تاريخ ريگستان، ڀاڱو پهريون، ص: 126) بادشاهي لشڪر ۽ شاهه حسن جي فوج جي وچ ۾ جوڙ وٽ ڇڪريون لڳنديون رهيون. مُحرم 950هه برابر اپريل 1543ع ۾ بيرم خان گجرات جي رستي سنڌ ۾ داخل ٿيو. همايون سان ملاقات ڪري صلح جون ڳالهيون هلايائين. آخرڪار 7 ربيع الثاني 950هه/ 15 جولاءِ 1543ع تي همايون جوڻ کان پل ٽپيو ۽ 9 تاريخ لشڪر وٺي قنڌار روانو ٿي ويو. لڳ ڀڳ ٽي سال همايون سنڌ ۾ رهيو. سنڌي عوام توڙي حاڪمن کي سخت مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پيو. سنڌ جي مشڪلاتن جو اهو هڪ منفرد باب آهي. (تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 221)

همايون جي رخصت ٿيڻ ڪانپوءِ ٻه مکيه واقعا ٿيا. ملتان جي پٽڪنڌڙ شهزادي بخشو لانگاهه بکر تي حملي جي تياري ڪئي، مگر ڪيس ناڪامي ڏسڻي پئي. مرزا ڪامران، مختلف اميرن جي معرفت مرزا شاهه حسن جي نياڻيءَ سان نڪاح جي خواهش ڪئي، جيڪا قبول ٿي. شادي پاٽ ۾ ٿي گذري.

مرزا شاهه حسن جي سڄي زندگي وڙهندي، ماريندي، قتل ڪندي ۽ قرلٽ ڪندي گذري. ليڪن حياتيءَ جا آخري ٽي ورهيه (960هه/ 1552ع کان) فالج جي بيماريءَ ۾ رهيو ۽ ان ريت هڪ قيديءَ واري زندگي بسر ڪيائين. طبيبن جي هدايت موجب گهڻو وقت ٻيڙيءَ ۾ رهندو هو. هيءَ حالت ڏسي ارغونن ۽ ترخانن بغاوت شروع ڪئي. مرزا کي پٽ نه هو. جو هن جو جاءِ نشين بڻجي. هن وقت سوال سنڌ جي وراثت جو هو. ان پسمنظر ۾ مرزا مقامي ماڻهن ڏي نهاريو. ٺٽي تي عربي ڳاهو مقرر ٿيو. هن قدم ويتر معاملي کي منجهائي ڇڏيو. ترخان امير پاڻ ۾ وڙهندا رهيا ۽ هڪ ٻئي جو خون وهائيندا رهيا. عربي ڳاهو به مارجي ويو. شيخ عبدالوهاب پوراني ۽ ڪن ٻين وچ ۾ پئي ٺاهه ڪرايو. مطلب هو ته مرزا جي مئي ڪانپوءِ سنڌ جا ٻه حصا ٿيندا: بکر تي سلطان محمود ۽ ٺٽي تي عيسيٰ ترخان حڪومت ڪندا. (تاريخ معصومي، ص: 225-236) ظاهر ۾ ته مرزا فالج جو مريض هو، پر ترڪ امير ۽ سياح سيدي علي رئيس جو خيال آهي ته هن جو موت پنهنجي زال ماهه بيگم هٿان زهر ڏيڻ سبب ٿيو هو. رئيس، مرزا شاهه حسن جي تڪليفده حالتن جو اکين ڏٺو شاهد آهي. (ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون، ص: 367-408) مير معصوم موجب شاهه حسن ارغون 12 ربيع الاول 962هه (4 فبروري 1555ع) تي

وفات ڪئي. (تاريخ معصومي، ص: 233) ليڪن ترڪ سياح سيدي علي رئيس، جيڪو ان وقت ٺٽي ۾ موجود هو، ان موجب مرزا 01 اپريل 1555ع (09 جمادي الاول 962هه) تي وفات ڪئي. (ڳالهين ڳوٺ وڻن جون، ص: 398-399) مرزا شاهه حسن ارغون سيوهڻ جي پرسان علي پوٽ ۾ وفات ڪئي. سندس عمر 66 سال ٿي. هن لڳ ڀڳ ٽيهه سال سنڌ تي حڪومت ڪئي، جا يقيناً ظلم ۽ وحشت سبب تاريخ جي صفحن تي ڪارو داغ آهي. ابتدا ۾ هن جو لاش ٺٽي ۾ ۽ پوءِ مڪي شريف موڪليو ويو، جتي ڪيس پٽس شاهه بيگ جي پهلوءَ ۾ پوريو ويو.

**ترخانن جي حڪومت:**

مرزا شاهه حسن جي موت (962هه/ 1555ع) کانپوءِ جيئن مٿي ذڪر ٿيو، سنڌ جو ملڪ ٻن حصن ۾ تقسيم ٿي ويو. ٺٽي ۾ مرزا عيسيٰ ترخان جو راڄ قائم ٿيو ۽ بکر ۾ سلطان محمود خان حاڪم بڻيو. ارغونن پنجٽيهه سال سنڌ تي راڄ ڪيو. هي ملڪ ظلم ۽ وحشت جي دور مان گذريو. ليڪن شاهه حسن جي وفات کانپوءِ، سنڌ جي وحدت ختم ڪئي وئي. ظلم ۽ ستم جا نوان ڏينهن ڏسڻا پيا. سنڌي ماڻهو عجيب نفسانفسيءَ واري ڪيفيت مان گذريا.

**سلطان محمد بکري:** مرزا شاهه حسن جي موت وقت سلطان محمود، علي پوٽ ۾ موجود هو. جڏهن مرزا جو لاش ٺٽي ڏانهن ڪنيو ويو، تڏهن محمود تڙ تڪڙ ۾ بکر ڏي روانو ٿيو. ان کانپوءِ لڳ ڀڳ ويهه سال پاڻ اتر سنڌ جو حاڪم ٿي رهيو.

هن دور ۾ سلطنت هند ۾ ڪجهه مکيه واقعا ٿي گذريا، جن اڳتي هلي سنڌ تائين پنهنجا اثر پکيڙيا. همايون جيڪو سنڌ مان (1543ع) ايران هليو ويو، سو وڏيءَ همت سان واپس هندستان جي حدن ۾ داخل ٿيو. هن 23 جولاءِ 1555ع تي وري دهليءَ جو تخت سنڀاليو ۽ ان ريت مغل شهنشاهت بحال ٿي وئي. ليڪن هن پيري وري موت هن کي مهلت نه ڏني. بادشاهه شام جي وقت ڪتبخاني مان هيٺ ايندي، ڏاڪڻ تان ڪِري پيو ۽ 26 جنوري 1556ع تي وفات ڪري ويو. جيتوڻيڪ مغلن جو هندستان ۾ قائم رهڻ هڪ وڏو سوال بڻجي ويو، تڏهن به ننڍڙو شهزادو اڪبر 14 فيبروري 1556ع تي هند جو نئون بادشاهه ٿي ويو. اڪبر وڏيءَ همت سان بادشاهي ڪئي (دي لائيف اينڊ ٽائمس آف همايون، ص: 352، ص: 365-367) ۽ برصغير جي ڳچ حصن کي مغليه سلطنت سان ملايو.

سلطان محمود خان، مير فاضل جو پٽ هو. چوڏهن سالن جي عمر ۾ شاهه بيگ جو ملازم ٿيو. ارغونن جي حملن وقت سنڌ ۾ موجود هو. ارغونن جي فتح کانپوءِ جيڪا ٻاهرين لوڏ سنڌ ۾ پهتي، ان ۾ مير فاضل ۽ اُن جا پٽ به هئا. شروع کان ئي هي بکر جو حاڪم رهيو. ڌهرن، ماڇين، ڏاريجن ۽ مختلف بلوچ قبيلن کي ڇيپاڻ ۾ هي سڄو خاندان سرگرم رهيو. محمود جا ٻه ڀائر، بابا احمد ۽ عبدالفتاح، انهن معرڪن ۾ ڪتب آيا (ذڪر مٿي اچي چڪو آهي). گجرات ۽ ڪڇ جي مهمن ۾ شاهه بيگ سان شريڪ رهيو. همايون جڏهن سنڌ ۾ هو، تڏهن وڏي آزمائش ۾ اچي ويو، ان هوندي به شاهه حسن ارغون جو وفادار امير رهيو. جداگانه حاڪم طور هو بکر ۾ ويهه سال برسر اقتدار رهيو. ڪن مکيه ڳالهين جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

محمود جڏهن بکر روانو ٿيو تڏهن واٽ تي سيوهڻ تي قبضي جي ڪوشش ڪيائين، ليڪن اتي موجود ترخاني اميرن خيال ڪيو ته بکر محمود کي ۽ ٺٽو ميرزا عيسيٰ ترخان کي مليو آهي، چو نه اسين وري سيوهڻ تي قبضو ڪريون. سلطان محمود جي سيوهڻ جي قبضي جي ڪوشش ناڪام ٿي ۽ مجبور ٿي اچي بکر پهتو (تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 235) بکر پهچي انتظام کي نئين سر سُڌارڻ تي توجهه ڏنائين. سمن ۽ بلوچن جي تحريڪن کي روڪيائين ۽ ويران ٿيل بکر ۽ ماٿيلي جي تعلقن کي آباد ڪيائين. مير معصوم لکيو آهي ته اهڙو ته انتظام رکيائين جو وري ڪا به بغاوت نه ٿي.

محمود بکري پنهنجي حاڪميت جي دور ۾ ڪڏهن به سُک نه سُتو. سندس ٺٽي جي حاڪم مرزا عيسيٰ ترخان سان لاڳيتي دشمني برقرار رهي. سن 964هه/ 1556ع ۾ عيسيٰ بکر ڏانهن ڪاهي آيو. ٻنهي ڌرين ۾ پندرهن ڏينهن لڙائي ٿيندي رهي. محمود قلعي کان ٻاهر نه نڪتو. هن جنگ ۾ گهڻو جاني نقصان ٿيو. جنهن به ڌر جو ماڻهو ٻيءَ ڌر کي هٿ لڳو، ان کي قتل ڪيو ويو. ان وچ ۾ ٺٽي تي پورچوگيزن جي حملي جو ٻڌي مرزا عيسيٰ بکر مان واپس هليو ويو ۽ ائين هي خون خرابو ڪنهن به مقصد کي ماڻي نه سگهيو. هيءَ خبر ٻڌي محمود بکري سيوهڻ تائين اچي ڦرلٽ ڪئي ۽ ملڪ کي ويران ڪيو. نيٺ سيد مير ڪلان جي سفارش تي وڌيڪ برٻاديءَ کان هٽي ويو. محمود دربيلي ۾ هو ته شيخ عبدالوهاب پوراني ترخانن پاران صلح جو پيغام کڻي آيو ۽ ٻنهي ڌرين ۾ نوان عهد ڪيا ويا. (تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 264-265)

سن 965هه/ 1557ع ۾ بيرم خان جي هڪ مائٽياڻي گوهر تاج خانم بنت شاهه تردي بيگ، سلطان محمود جي نڪاح ۾ آئي. هن سال ۾ اُچ ۽ پَٽ واهڻ کي به بکر جي قبضي ۾ آندو ويو. ورنڊڙ سال ۾ محمود سيتپور روانو ٿيو جتي خان ناهر سان ڏيتي ليتيءَ جي معاملي تي دنگل ڪيائين. ڪجهه معتبر اميرن وچ ۾ پئي صلح ڪرايو. 966هه/ 1558ع ۾ بيرم خان جي بکر پهچڻ جو اطلاع آيو. هيءَ خبر ٻڌي محمود ٻيرلوءَ جي چهار باغ کي ويران ڪرڻ جو حڪم ڏنو هيءَ خبر جڏهن بيرم خان تائين پهتي ته هن سنڌ بجاءِ گجرات جو رخ رکيو. (هسٽري آف دي ارغونس اينڊ ترخانس آف سنڌ، ص: 157-158)

سلطان محمود ۽ مرزا عيسيٰ ڪڏهن به دوست نه ٿي سگهيا. 968هه/ 1560ع ۾ مرزا عيسيٰ جو پٽ محمد باقي بغاوت ڪري والد ۽ ڀائرن کان جدا ٿي اچي بکر پهتو. محمود هن کي پناهه ڏني ۽ هر طرح سان آجيان ڪئي. 970هه/ 1562ع ۾ مرزا عيسيٰ ترخان جو پيارو پٽ محمد صالح ٺٽي ۾ مارجي ويو. تڏهن معتبر اميرن کي موڪلي صالح جي موت تي تعزيت ڪيائين ۽ محمد باقيءَ جا گناهه معاف ڪرڻ جي سفارش پڻ ڪيائين. 973هه/ 1565ع ۾ ارغونن، مرزا عيسيٰ سان بغاوت

ڪئي. فسادين کي مرزا باقي ترخان منهن ڏنو. ڪجھ ماڻهن ڀڄي اچي سلطان محمود وٽ پناھ ورتي. ڪجھ مهينن ڪانپوءِ باغين کي تيار ڪري، سيوهڻ جي محاصري لاءِ روانو ڪيائين. جن کي پوءِ مرزا عيسيٰ پاڻ اچي ڀڄايو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 267- 269)* سن 973ھ/ 1565ع ۾ مرزا عيسيٰ ترخان طبعي موت مئو. پوءِ ٺٽي تي سندس پٽ مرزا محمد باقي ترخان حڪومت تي ويٺو. *(مڪلي نامه، ص:547)*

مرزا عيسيٰ جو فڪر ته لٿو، مگر ٻيو هڪ خوف هو، جنهن سبب سلطان محمود جي پريشانيءَ ۾ هر ايندڙ ڏينهن تي واڌارو ٿي رهيو هو. اهو خوف مغلن جي توسيع پسند پاليسيءَ جو هو. جلال الدين محمد اڪبر تيزيءَ سان برصغير جي مختلف علائقن کي فتح ڪري پنهنجي بادشاهيءَ کي وڌائي رهيو هو. سلطان محمود ابتدا ۾ همايون کان ڊنل رهيو ۽ پوءِ اڪبر جي وڌندڙ طاقت کيس ڏيڃاريندي رهي. همايون معزوليءَ جي دور ۾ سنڌ ۾ هو، تڏهن سلطان محمود کيس گهڻو رنجايو هو. هاڻي زمانو تبديل ٿي چڪو هو. نه شاھ حسن دنيا ۾ موجود هو ۽ نه وري هندستان ۾ ڪمزور مغل براجمان هئا. ان پسمنظر ۾ هن بيرم خان جي هڪ ويجهي مائٽياڻيءَ سان شادي ڪئي. پاڻ کي بچائڻ لاءِ محمود ايران جي درٻار سان به سٺا تعلقات قائم ڪيا. ٻه ڀيرا سفيرن ۽ سوکڙين جو تبادلو ٿيو. ايراني درٻار مان سلطان محمود کي 'خاني' ۽ 'خان خاني' جا خطاب پڻ مليا. *(ڳالهيون منهنجي سنڌ جون، ص: 148-161)* ان وقت ايران ۾ شاھ طهماسپ صفوي برسر تخت هو، جنهن همايون کي تخت حاصل ڪرڻ ۾ وڏي مدد ڪئي هئي. *(تاريخ ايران، جلد دوم، ص: 325)* بکر جي حاڪم، شاھ طهماسپ جي توسط سان اڪبر کان خانخانان جو لقب حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ليڪن اڪبر، شاھ جي اهڙي درخواست قبول نه ڪئي.

سلطان محمود 84 سال عمر ماڻي. هن آخري ڏينهن پريشاني ۽ انتشار ۾ گذاريا ۽ 8 صفر 982ھ/ 30 مئي 1574ع تي وفات ڪئي. کيس پٽاڻو اولاد نه هو. ان ڪري سندس موت ڪانپوءِ بکر جو حصو مغليه سلطنت ۾ شامل ٿي ويو، جنهن جو ذڪر اڳتي ايندو.

**مرزا عيسيٰ ترخان:** شاھ حسن جي وفات (962ھ/ 1555ع) ڪانپوءِ ٿيل ناھ موجب مرزا عيسيٰ ترخان ٺٽي ۾ حڪومت سنڀالي. ڪجھ وقت بعد شاھ حسن جي بيواھ ماھ بيگم سان نڪاح ڪيائين. (ماھ بيگم جو هي ٽيون نڪاح هو. شاھ حسن کان اڳ هن قاسم ڪوڪي سان شادي ڪئي هئي.) سيد علي رئيس جي تحرير مان اندازو ٿئي ٿو ته شاھ حسن جو موت زهر وگهي ٿيو هو. زهر مرزا کي عيسيٰ ترخان ۽ ماهم بيگم جي صلاح سان ڏنو ويو هو. *(ٽريولس آف اين ايڊمرل، ص: 40)* مرزا عيسيٰ به انهن اميرن ۾ شامل هو جن ارغونن جي سنڌ تي حملي ۽ فتح ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. جنهن وقت شاھ حسن ملتان جي فتح لاءِ ويل هو، تڏهن ڪڇ جي امر امراڻيءَ سنڌ تي يلغار ڪئي. جيسين شاھ حسن ٺٽي پهتو، اُن کان اڳ مرزا عيسيٰ وڏيءَ همت سان ڪڇي لشڪر کي منهن ڏنو *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 249)* شاھ حسن جي آخري دور ۾ هن بغاوت جو علم بلند ڪيو. آخرڪار ڌرين جي وچ ۾ پوڻ سان صلح ٿيو ۽ سنڌ جي تقسيم ٿي. مرزا عيسيٰ ۽ سلطان محمود جي درميان باهمي چپقلش، سنڌ جي اقتدار جي سوال تي پيدا ٿي، جيڪا ختم نه ٿي سگهي. ٻنهي حاڪمن جي وچ ۾ ڪيترا ڀيرا جنگيون ٿيون، جن جو ذڪر مٿي ٿي چڪو آهي. هڪ اهم واقعي جو مختصر ذڪر ڪجي ٿو:

ربيع الثاني 963ھ/ فيبروري 1556ع ۾ مرزا عيسيٰ ترخان، پنهنجي وڏي مخالف سلطان محمود کي نابود ڪرڻ ۽ بکر جو ملڪ فتح ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪيو. ان مقصد لاءِ هن گوئا ۾ موجود پورچوگيزن کي فوجي مدد لاءِ پڪاريو. عيسيٰ پورچوگيزن جو انتظار ڪرڻ بغير لشڪر وٺي بکر هليو آيو. جتي پندرهن ڏينهن جنگ هلندي رهي. ان وچ ۾ پورچوگيز ٺٽي پهتا. مرزا عيسيٰ کي ٺٽي ۾ موجود نه ڏسي پورچوگيزن ماڻهن کي قريو. شهر کي باھ ڏني ۽ وڏي تعداد ۾ خلق کي قيدي بنايو.

هڪ ٻئي مؤرخ هن واقعي جو ڪجھ وڌيڪ ذڪر ڪيو آهي. هو لکي ٿو ته "ملڪ کي مالڪ کان خالي ڏسي، شهر ۾ گهڙي پيا ۽ جمعي جي ڏينهن نماز وقت جامع مسجد فرخ جي ڀر وارو شهيدن جو گنج خواھ بين متفرق جاين تي جيڪي شهيدن جون مزارون آهن، سي انهيءَ واقعي جون نشانيون آهن." *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 249، تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 172)*

مرزا عيسيٰ کي جنهن اهم مسئلي سان منهن ڏيڻو پيو، اهو هو پٽن جو معاملو. مرزا پنهنجي وڏي پٽ مرزا باقي ترخان بجاءِ صالح ترخان کي ولي عهد مقرر ڪيو، جيڪو عمر ۾ ننڍو هو. ان ڳالھ تان محمد باقي ۽ صالح ترخان ۾ 967ھ/1559ع ۾ جنگ ٿي. صالح سوڀارو ٿيو ۽ باقي خان ترخان شڪست کائي، مختلف رستن کان ٿيندو، بکر ۾ سلطان محمود وٽ اچي پهتو. باقيءَ جو ارادو هو ته پاڻ هندستان هليو وڃي، ليڪن محمود ائين ڪرڻ نه ڏنس ۽ پاڻ وٽ رهائي سندس دلجوئي ڪيائين. ان دوران 970ھ/ 1562ع ۾ مرزا صالح ترخان کي ٺٽي ۾ مريد نالي هڪ شخص قتل ڪيو. هيءَ خبر بکر پهتي ته سلطان محمود تعزيت واسطي ڪجھ امير ٺٽي روانا ڪيا. مرزا محمد باقيءَ کي سفارشي خط سان گڏ ٺٽي موڪليائين. مرزا عيسيٰ اها درخواست قبول ڪري ورتي. مرزا عيسيٰ کي حياتيءَ جي آخر ۾ ترخانن جي بغاوتن کي به منهن ڏيڻو پيو. مرزا عيسيٰ جي وفات جي تاريخ ۾ اختلاف آهي. مير معصوم 974ھ لکيو آهي. *(تاريخ معصومي، ص: 252)* سيد مير محمد به ساڳيو سال لکيو آهي. *(ترخان نامه، ص:39)* تحفة الڪرام ۾ سن 980 لکيل آهي *(ص 173)*، جيڪو بنهه غلط آهي. البت پير حسام الدين راشديءَ، قبر جو مطالعو ڪري لکيو آهي ته، مرزا عيسيٰ سن 973ھ/ 1565ع؟ ۾ مري ويو. *(مڪلي نامو ص: 547)* مرزا عيسيٰ جي وفات جو درست سال اهوئي آهي.

توشاخاني جي سنڀاليندڙ جي بدن ۾ ڪرڻ وجهي، ڪيس مٿي کان پيرن تائين ٽڪرا ڪرائي، هر هڪ اڌ کي ذرا ذرا ڪرائي بازار ۾ گهٽين ۾ اڇلارايائين. ڪن هندن کي سنگسار ڪرايائين. ملڪ احمد کي بازار ۾ ويهاري، پيرن کان مٿي تائين سندس کل لهرائي، سندس جسم ۾ٽيون ڪرائي، ڪتن آڏو ڦٽو ڪرايائين. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 185)*

مرزا عيسيٰ ترخان (ثاني)، جيڪو قتل جي خوف کان سميجن ۾ وڃي لڪو هو. تنهن کي ٺٽي گهرائي، جاگير ۽ منصب ڏئي پنهنجي ڀڇي سندس نڪاح ۾ ڏنائين. سندس هئي پاءُ مرزا شاهه بابا کي به هندستان وڃڻ کان روڪي، مٿس نوازشون ڪري پنهنجي ننڍي ڀڇيءَ سان سندس نڪاح ڪرايائين.

مرزا جاني بيگ دارالحڪومت ٺٽي ۾ ضربخانو قائم ڪرايو. ڪانئس اڳ فرنگي مهرواري اشرفي، تنگي ۽ ڊگهي لاري سڪا مروج هئا. مگر مرزا عيسيٰ ٽامي جو پيسو ايجاد ڪيو هو. جنهن کي ’عيسائي‘ سڏيندا هئا. جاني بيگ انهيءَ کي گهٽائي ’ميري‘ نالو ڏنو ۽ ان جي ماڻ ۾ پڻ گهٽتائي ڪيائين، جنهن مان داناءَ ماڻهن بدفال ورتي ۽ ائين ٿي ٿيو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 187-188)*

ان وچ ۾ اطلاع مليو ته مرزا جاني بيگ جو چاچو مرزا مظفر بدين ۾ جنگ جي تياري ڪري رهيو آهي. مرزا اميرن کي حڪم ڪيو ته لڙائيءَ جو سامان گڏ ڪيو، ڇو ته جيستائين مظفر جو فتنو موجود آهي، ان وقت تائين اسان کان حڪومت جو ڪاروبار نه هلندو. هئي طرف مظفر وٽ ڪڇي راجپوتن جو لشڪر هو. بدين طرف ٻنهي ڌرين ۾ سخت جنگ لڳي. مرزا مظفر هارائي ڪڇ هليو ويو ۽ جاني بيگ بدين ۾ پنهنجو انتظام ٺيڪ ٺاڪ ڪري ٺٽي موٽي آيو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص: 186-187)*

مرزا جاني بيگ جي دور جو تمام وڏو ۽ مکيه واقعو سنڌ ۾ خانخانان جو اچڻ ۽ ٺٽي جي فتح آهي، جنهن ۾ ٺٽي سميت سڄي سنڌ دهليءَ جي مغل بادشاهت ۾ شامل ٿي وئي.

مير معصوم بکريءَ لکيو آهي ته اڪبر لاهور ۾ هو (بادشاهه ڪابل ۽ ڪشمير جي دوري تان وچ 998هه/ 1590ع ۾ موٽي لاهور پهتو هو)، جڏهن مرزا جاني بيگ، شاهه حسن ارغون جي پيرويءَ کان منهن موڙي، بادشاهه سان پنهنجي دستوري وفاداري نه ڏيکاري هئي. ان تي بادشاهي جلال جنبش ۾ آيو ۽ عبدالرحيم خان خانان کي ٺٽي جي فتح جو حڪم ڪيو ويو. ان دور ۾ مير معصوم خود به دربار ۾ موجود هو. ڪيس به بکر ۾ پنهنجي ماءُ سان ملڻ ۽ سنڌ جي فتح ۾ شامل ٿيڻ لاءِ چيو ويو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 294)* صديقي صاحب جو خيال آهي ته 17 ربيع الاول 999هه/ 13 جنوري 1591ع تي خان خانان لاءِ، ٺٽي جي فتح جو حڪم جاري ٿيو. *(هسٽري آف دي ارغونس اينڊ ترخانس آف سنڌ، ص: 192، حاشيو: 02)* سيوهڻ ۽ ٺٽي لاءِ ٻنهي ڌرين ۾ ڏيڍ سال تائين جنگ ٿيندي رهي. جڏهن ڪنهن به ڌر کي فتح جي علامت نظر نه آئي، تڏهن رمضان 1000 هه/ جون 1592ع ۾ جنگ بند ٿي ۽ ڌرين ۾ صلح ٿيو. ان ڪانپوءِ جاني بيگ ۽ خانخانان جي ملاقات ٿي. خان خانان لاهري بندر کان سنڌ جو سمنڊ ڏسڻ ويو بعد ۾ مرڪز کان حڪم پهتو ته جاني بيگ کي دربار ۾ حاضر ڪيو وڃي. دولت خان ۽ خواجه مقيم کي ملڪ جو انتظام ڏئي، هئي امير هندستان لاءِ روانا ٿيا. حڪم موجب جاني بيگ ٻار ٻچا به پاڻ سان وٺيو ويو هئي ويو. جن کي پوءِ بکرمان ٺٽي واپس ڪيو ويو. جڏهن هئي امير دربار ۾ حاضر ٿيا (هڪ راءِ آهي ته حاضري 24 جمادي الثاني 1001هه تي ٿي هئي)، تڏهن خان خانان جي سفارش تي جاني بيگ کي شهنشاهه اڪبر ٺٽي جو ملڪ ۽ پنج هزاري منصب ڏنو. جاني بيگ جي نياٽيءَ جو سڱ شهزادي خسرو سان طئه ٿيو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 303-304)* نئين بندوبست ۾ سيوهڻ کي ڏار شاهي عملدارن جي تحويل ۾ ڏنو ويو ۽ لاهري بندر پڻ شاهي قبضي ۾ ڏنو ويو خانخانان ۽ جاني بيگ جي لڙاين جو وڌيڪ احوال اڳتي ڏنو ويو آهي.

مرزا جاني بيگ دهليءَ ويندي مُلڪ ۽ ننڍيءَ عمر جي شهزادي غازي بيگ ترخان جي مدد لاءِ، شاهه قاسم ارغون، خسرو چرڪس، ياٺيخان، عرب ڪوڪ ۽ جمال الدين ديوان مقرر ڪيا، جن ٺٽي اچي ملڪي ڪاروبار کي سنڀاليو. جاني بيگ باقي زندگي شاهي دربار ۾ رهيو. اڪبر خانديش جي فاروقي بادشاهه بهادر خان کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجي سر لشڪرڪشيءَ ۾ شامل ٿيو. ان وقت جاني بيگ به ساڻس موجود هو. اسير ڳڙهه ۽ احمدنگر جي فتح وقت هي غريب الوطن شهزادو سرسام جي مرض ۾ فوت ٿيو. سندس وفات 27 رجب 1009هه (فبروري 1601ع) ۾ ٿي. *(مڪلي نامه، ص: 519)* بادشاهه جي حڪم موجب خواجه محمد قور بيگ سندس لاش ڪٽائي اچي مڪليءَ (ٺٽي) تي، هڪ مشهور رانڪ ۾ دفن ڪرايو. جنهن تي پوءِ مرزا غازي بيگ مقبرو تعمير ڪرايو، جيڪو اڄ به موجود آهي.

**مرزا غازي بيگ ترخان:** سنڌ جي مغليه فتح سان هن خاندان جي انفرادي حيثيت ختم ٿي، ان جي باوجود به اڪبر ابتدا ۾ جاني بيگ کي ۽ پوءِ غازي بيگ کي سنڌ جو حڪمران رهڻ ڏنو. سنڌ جي فتح وقت غازي بيگ ڇئن پنجن سالن جو هو، پر جڏهن غازي بيگ حاڪم بنيو، ان وقت سندس عمر تيرهن چوڏهن سال مس هئي. *(مرزا غازي بيگ اور اس کي بزم ادب، ص: 23)* ان دور ۾ ٺٽي جا عملدار پنهنجي مضبوط پوزيشن ناهي چڪا هئا. هو ڪنهن به حالت ۾ هڪ ننڍيءَ عمرواري حاڪم جي تابعداري ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا. مرزا غازي بيگ کي ان صورتحال جو ڀرپور احساس هو ان ڪري هن پاڻ کي طاقتور حاڪم مڃرائڻ ۽ پراڻن اميرن مان جان آجي ڪرڻ لاءِ ڪوششون شروع ڪيون. نتيجي طور ڪيس انيڪ مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پيو. ڪجهه مثال ڏجن ٿا.

هن پنهنجي استاد يعقوب علي ڪوڪيءَ جي جاگير ڪسي ملا يعقوب کي ڏني. عرب ڪوڪ ۽ ياٺيخان کي پوئتي ڌڪڻ لاءِ ابتدا ۾ ڪتن ۽ ڪبوترن جي سنڀاليندڙ شهبازيءَ کي شهباز خان جو خطاب عطا ڪري مدارالمهام بنايائين. پراُن ڪو ٻوٽو نه ٻاريو. ان ڪري احمد بيگ کي

اهو عهدو ڏنائين. جنهن سهڻي طريقي سان انتظام هلايو. اڳتي هلي کيس احمد سلطان جو لقب ڏنو ويو. مولو هندو، دولت راءِ جو لقب حاصل ڪري، ماليات جو انچارج مقرر ٿيو. ان ريت خودسر اميرن کان جاگيرون کسڻ جو عمل شروع ڪيائين. محمد علي سلطان ڪابليءَ ٺٽي ۾ فساد برپا ڪرايو ۽ پورو شهر بدنظميءَ جي ور چڙهي ويو. مرزا جي ماڻهن وڏيءَ مشڪل سان ان تي ضابطو آندو. مرزا غازيءَ هن صورتحال جو ذميدار خسرو چوڪس کي سمجهي، کيس مارائڻ جو ارادو ڪيو. خسرو کي هن ماجرا بابت مرزا عيسيٰ ترخان (ثاني) آگاهه ڪيو. هيءَ خبر جڏهن حاڪم کي پئي ته عيسيٰ ترخان جي خاتمي جو رٿيائين. ليڪن عيسيٰ سميجن ۾ پهچي جان بچائي.

ٺٽيءَ صورتحال ۾ هڪ ٻئي بااثر امير ابوالقاسم سلطان ولد شاهه قاسم خان ارغون کي سخت تڪليف ٿي. بيگلارن جون جاگيرون نصرپور ۾ هيون، جيڪي پنهنجي دور جا بي انتها طاقتور جاگيردار هئا. ابوالقاسم ٺٽي ۽ نصرپور جي وچ ۾ سنگين صورتحال پيدا ڪري ڇڏي. مرزا غازي بيگ لشڪر وٺي پنهنجي سراچي نصرپور کان نڪتو. جنگ ٿيندي ٿيندي رهجي وئي، جو پوڙهو شاهه قاسم خان وچ ۾ پيو ۽ ٻنهي ڌرين ۾ صلح ٿيو. ليڪن مرزا غازي بيگ محسوس ڪيو ته ابوالقاسم اجا آڻ نه مڃي آهي. ان ڪري اٽڪل سان کيس گهرائي انڌو ڪرائي ڇڏيائين. *(چنيسرنامو، مقدمو سيد حسام الدين راشدي، مختلف صفحا)*

مرزا غازي بيگ ننڍي عمر جو ضرور هو، پر عقلمند ۽ باتدبير هو. هي حالتون ڏسي سر ڦريا امير يا ته سڌري ويا، يا وري ملڪ ڇڏي ڀڄي ويا. اهي خبرون مرزا عيسيٰ (ثاني) تائين پهتيون ته سنڌ ڇڏي هندستان هليو ويو. ٻئي طرف مرزا باقيءَ جو پٽ مظفر مرزا به ڪڇ ۾ ٽڪيل هو، پر اهو به ڪجهه نه ڪري سگهيو. ان وچ ۾ اڪبر جي طرفان بابا طالب اصفهاني تحفا تحائف کڻي ٺٽي پهتو. بادشاهه کيس هدايت ڪئي ته واپسيءَ ۾ غازي بيگ کي به پاڻ سان وٺيو اچي. ان وقت غازي بيگ بغاوتن کي ختم ڪرڻ لاءِ ٺٽي کان ٻاهر هو. سن 1011هه/ 1602ع ۾ شاهي درٻار ۾ مرزا غازي بيگ لاءِ شڪ شبها پيدا ٿيڻ شروع ٿيا. هن سال ۾ وري ٻيو عملدار سعيد خان چغته سنڌ لاءِ روانو ٿيو ته جيئن حالتن جو روبرو جائزو وٺي ۽ جيترو جلد ٿي سگهي غازي بيگ کي شاهي درٻار پهچائي. سعيد خان جي اچڻ جي اطلاع مرزا کي سخت پريشان ڪيو ۽ هن مجبور ٿي ٺٽي جو انتظام خسرو چرڪس کي ڏنو ۽ پاڻ شهر ڇڏي فتح باغ ۾ رهي سفر جي تياري ڪرڻ لڳو. اهو ئي دور هو جڏهن سيوهڻ جي گورنر ابوالقاسم نمڪين کي به فرمان پهتو ته مرزا غازي بيگ کي ٺٽي مان ڪڍي شاهي درٻار موڪليو وڃي. *(مرزا غازي بيگ اور اسڪي بزم ادب، ص: 41-54)* مرزا اجا فتح باغ ۾ هو ته کيس انڌي ابوالقاسم جي قيد مان ڀڄي وڃڻ جو اطلاع مليو. هن خبر کيس گهڻو پريشان ڪيو. بهرحال عرب ڪوڪ ۽ دريا خان نالي عملدارن وڏيءَ همت سان رستي ويندي، ابوالقاسم کي پڪڙي قابو ڪري ٺٽي آندو. جنهن سان گڏ جعفر خان به هو. جيڪو هن معرڪي ۾ مارجي ويو. هن سوڀ تي مرزا کي اطمينان ٿيو ۽ عرب ڪوڪ ۽ دريا خان کي وڏا انعام ڏنائين. *(تفصيل لاءِ ڏسو: بيگلار نامه، سنڌي)*

ان دور ۾ هڪ ٻي مختصر بغاوت سان به منهن ڏنائين. ڪڪرالي جو ڄام هالو ولد ڄام ڏيسر مخالف ٿيو ۽ مرزا جي هڪ جاگيردار کي قتل ڪري ڇڏيائين. مرزا لشڪر وٺي ڄام تي حملو ڪيو. ڄام جو هڪ عزيز ڄام دائود ترخانن جو مددگار ٿيو ۽ مرزا کي پنهنجي ڌيءَ به نڪاح ۾ ڏنائين. ڄام هالو ملڪ ڇڏي ڀڄي ويو. مير علي شير قانع لکي ٿو ته ڄامن تي سوڀ ٻين ارغون ۽ ترخان حاڪمن کي به نه ٿي هئي. اها خوشي به غازي بيگ جي حصي ۾ آئي. *(تحفة الکرام، سنڌي، ص: 206-208)*

هي سڀ مامرا نبيري مرزا غازي بيگ سيوهڻ پهتو. جتان ابوالقاسم نمڪين سان گڏ دربيلي ۾ اچي سعيد خان سان مليو. مرزا غازي بيگ جي مرضي هئي ته خسرو چرڪس ساڻس گڏ هلي ۽ احمد بيگ سلطان ٺٽي ۾ ساڻس پاران نيابت ڪري. ليڪن ائين ٿي نه سگهيو. مجبور ٿي مرزا خسرو کي ٺٽي جو عملدار مقرر ڪيائين ۽ احمد بيگ سلطان کي به اتي رهي فوج ۽ مالي مسئلن جي نگرانيءَ جو ڪم ڏنائين. *(مرزا غازي بيگ ترخان اور اس کي بزم ادب، ص: 56)*

مرزا غازي بيگ 1013هه/ 1604ع ۾ درٻار ۾ پهتو. چند مهينا نه گذريا هئا، جو اڪبر 14 جمادي الاول 1014هه/ 17 آڪٽوبر 1605ع تي فوت ٿي ويو. ان بعد جهانگير نئون شهنشاهه بڻيو. نئين بادشاهه پڻ مرزا غازيءَ جي مرتبي کي برقرار رکيو. جهانگير جي دور ۾ کيس ٺٽي کان سواءِ ملتان به جاگير ۾ ڏنو ويو. ليڪن مرزا گهڻو وقت قنڌار ۾ حاڪم رهيو. ۽ اُتي ئي 11 صفر 1021هه (مارچ 1612ع) تي فوت ٿيو. هن جو لاش ٺٽي آڻي سندس والد جاني بيگ جي مقبري ۾ دفن ڪيو ويو. هن جي موت بابت متضاد رايا ملن ٿا. هڪ راءِ موجب مرزا کي زهر وجهي ماريو ويو. ٻيءَ راءِ آهي ته مرزا غازي بيگ کي گهٽو ڏئي پورو ڪيو ويو هو. ٽين راءِ موجب گهڻي شراب نوشيءَ جي ڪري، کيس قولنج جو مرض ٿيو ۽ اچانڪ هي فاني جهان ڇڏيائين. *(مرزا غازي بيگ ترخان اور اسڪي بزم ادب، ص: 108-113)*

مرزا جو موت ڪهڙي به طريقي سان ٿيو، اُن کان هٽي ڪري اها حقيقت آهي ته کيس ابتدا کان جيڪي مشڪلاتون درپيش هيون ۽ پاڻ جن اميرن کي نابود ڪرڻ گهريائين ٿي، تن مان بچي ويل هڪ طاقتور امير خسرو چرڪس تي، سندس قتل جو الزام اچي ويو هو. مرزا غازي بيگ جي سنڌ مان نڪري هند پهچڻ ۽ پوءِ قنڌار ۾ مقرر ٿيڻ ۽ آخر ۾ سندس لاش ڪچي ٺٽي پهچڻ وارو اهو سمورو عرصو اٺ سال ٿئي ٿو ۽ اهو سڄو وقت خسرو چرڪس ئي اچي ڪاري جو مالڪ رهيو. مرزا سنڌ کي ڇڏڻ مهل احمد بيگ سلطان کي مقرر ڪيو. ليڪن حالتون ان موڙ تي پهتيون هيون، جو احمد بيگ کي سنڌ ڇڏي ڀڄڻو پيو. *(تحفة الکرام، سنڌي، ص: 211)* خسرو ايترو ته مضبوط ٿي اُڀريو هو، جو سواءِ نصرپور جي، جتي بيگلارن جي ٻلي ٻلي هئي، باقي سڄي ٺٽي صوبي تي پنهنجا

عزيز ۽ مٽ مائٽ مقرر ڪيائين. هن جي ظلمن جون شڪايتون قنڌار پهچڻ شروع ٿيون. خسرو لاءِ مشهور آهي ته هن پنهنجي دور ۾ 360 رفاهي جايون جوڙايون، جن مان اڄ به ٺٽي ۾ مسجد دابگير ۽ مڪليءَ تي رانڪ خسرو خان موجود آهن. هن جي علم دوستي به تذڪرن ۾ محفوظ آهي. سيد عبدالقادر سنڌ جي اولياءِ ڪرام جو تذڪرو 'حديقة الاوليا' سن 1016هه/1607ع ۾ لکي سندس نالي منسوب ڪيو هو. ان ڏس ۾ ٻيا به ڪي مثال، سندس ادب دوستيءَ جي حوالي سان ملن ٿا. *(مڪلي نامه، ص: 214-217)*

خسرو چرڪس جون شڪايتون جڏهن وڌنديون ويون، تڏهن مرزا غازي بيگ سندس پاڙ پٽڻ جو فيصلو ڪيو. قنڌار مان ٻه هندو امير ماڻڪ چند ۽ هندو خان، سنڌ موڪلي ڪين خسرو جي بيدخليءَ جا حڪم ڏنائين. هي ٻئي امير نصرپور پهچي بيگلارن جي مدد جا خواهان ٿيا. ليڪن بيگلارن جي سڄي همدردي خسروءَ سان هئي. ان ڪري ماڻڪ کي ماري وڌائون ۽ هندو خان کي نظربند ڪيائيون. هي اطلاع قنڌار پهتو ته مرزا غازي بيگ، ماڻڪ جي پٽ راءِ سنگهه کي وڏو لشڪر ڏئي سنڌ موڪليو. وڏيءَ ڪوشش سان هندو خان کي ڇڏائي خسرو چرڪس کي ٺٽي مان بيدخل ڪيو ويو. خسرو قنڌار وڃڻ لاءِ هالا پهتو ته مرزا جي موت جو اطلاع سنڌ پهچي ويو. خسرو ٺٽي پهچي ٻنهي اميرن کي هٽائي مرزا باقيءَ جي پڙپوٽي مرزا عبدالعلي ترخان کي صوبي جو حاڪم مقرر ڪري، وري به پاڻ اڇي ۽ ڪاري جو مالڪ بڻجي ويٺو. *(مڪلي نامه، ص: 197- 205)*

ليڪن ترخانن سان گڏ هاڻي خسرو چرڪس جو دور به پورو ٿي چڪو هو. شهنشاهه جهانگير کي جڏهن هي خبرون مليون، تڏهن هن ٺٽي پرڳڻي کي سڌو پنهنجي قبضي ۾ وٺڻ جو فيصلو ڪيو. مرزا رستم صوبي جو گورنر مقرر ٿيو. ليڪن بادشاهه مير عبدالرزاق معموريءَ کي بخشي بنائي ترت ٺٽي پهچڻ جو حڪم ڪيو. عبدالرزاق ٺٽي پهچي خسرو چرڪس کي پنج صدي منصب جي لالچ ۾ ضابطي ۾ آندو. بعد ۾ مرزا عبدالعلي ترخان ۽ خسرو کي ترخانن جي سڄي فوج سميت، قيد ڪري اجمير پهچايو. جتي مدت کان خود بادشاهه به تڪيل هو. مرزا عبدالعلي ترخان کي نورجهان جي سفارش تي ڇوٽڪارو مليو. *(مڪلي نامه، ص: 209)* خسرو چرڪس کي اجمير ۾ رکيو ويو، جتي هن 1028هه ۾ وفات ڪئي. سندس مزار خواجه معين الدين چشتيءَ جي مقبري جي پرسان موجود آهي. *(ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون، ص: 409-412)* هاڻي ٺٽو به مغليه سلطنت جي ضابطي ۾ آيو ۽ ترخانن جو ستونجاهه ساله دور حڪومت پڄاڻيءَ تي پهتو.

خسرو جو هڪ پٽ لطف الله خان (پائي خان) گهڻي اهميت رکي ٿو. هو غازي بيگ سان گڏ قنڌار ۾ هو. جڏهن مرزا هن جي والد کي بيدخل ڪرڻ لاءِ فيصلي ڪن قدم کنيا. ان دور ۾ مٿس مرزا کي زهر ڏياري مارڻ جو الزام به لڳو. *(مڪلي نامه، ص: 224)* ان مان اندازو لڳي ٿو ته درٻاري سازشون ۽ طاقتور امير، حڪومت ۽ حاڪمن لاءِ ڪيترو نه نقصانڪار ٿين ٿا. پائي خان، جهانگير جي دور ۾ بدستور ملازمت ۾ رهندو آيو.

## مغلن جو دور حڪومت

دهليءَ جي شاهي مغلن سنڌ تي جدا جدا مرحلن ۾ قبضو ڪيو ۽ مختلف حصن تي الڳ الڳ حاڪم موڪليا. هونئن ته شاهه حسن ارغون جي وفات (962هه/ 1555ع) کانپوءِ سنڌ جو ملڪ ٻه حصا ٿي ويو هو. ليڪن اڪبر جي دور ۾ جڏهن سڄو ملڪ دهليءَ جي تابع ٿي ويو، تڏهن ان کي يڪجا ڪرڻ بجاءِ وڌيڪ ٽڪرن ۾ تقسيم ڪيو ويو. مغل دور جي انتظامي ڍانچي ۾ بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽو جداگانه اهميت رکندا هئا. ميرڪ يوسف پنهنجي ڪتاب ۾ سبيءَ کي به سنڌ جي بندوبست ۾ چوٿون پرڳڻو (سرڪار) سڏيو آهي. ٺٽي جي فتح کانپوءِ لاهري بندر کي مرڪزي سرڪار پنهنجي تحويل ۾ ورتو ۽ ان تي ٺٽي صوبي جي صوبيدارن جو ڪو به عمل دخل نه هو. *(تاريخ مظهر شاهجهاني، سنڌي، ص 107)* ان ڪري هت جدا جدا علائقن جو الڳ الڳ ذڪر ڪجي ٿو.

**بکر ۾ مغل عملدار:**

بکر جو علائقو سمن جي دور کان وٺي وڏيءَ اهميت وارو هو. شاهه بيگ ارغون 927هه/ 1520ع ۾ سنڌ فتح ڪري، اُتي سلطان محمود کي مقرر ڪيو. محمود ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ پورا پنجاهه سال بکر جو حاڪم رهيو. ان جو ذڪر اڳ ۾ ٿي چڪو آهي. حياتيءَ جا آخري ٻه سال بيماري ۽ ارغون اميرن جي تفرقي سبب سخت پريشان رهيو. آخر ۾ اڪبر بادشاهه ڏي ماڻهو موڪليَ، بکر لاءِ عملدار مقرر ڪرڻ جي درخواست ڪيائين. ان حالت ۾ هو 982هه/ 1574ع ۾ فوت ٿي ويو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 278-279)* سنڌ جي آخري فارسي مؤرخ خداداد خان جو تعلق سکر سان هو. ان ڪري سندس پختو خيال آهي ته نئين سکر جي ٽڪريءَ تي، مير معصوم جي مناري جي اتر ۾، جيڪا مزار آهي، اها ئي سلطان محمود بکريءَ جي قبر آهي. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي، ص 79)* هن جي موت کانپوءِ بکر تي اڪبر ٻاران عملدار مقرر ٿيڻ شروع ٿيا. اهڙن عملدارن جي لسٽ خداداد خان 'لب تاريخ سنڌ' ۾ ڏني آهي. هيءَ لسٽ 'لب تاريخ سنڌ' جي سنڌي ترجمي تان (ص 79-90)، هت خلاصي جي صورت ۾ شامل ڪجي ٿي. لب تاريخ سنڌ ۾ ڏنل لسٽ تي سنڌ جو نامور مؤرخ پير حسام الدين راشديءَ بي اعتمادي ڏيکاريندي لکيو آهي ته ان کي مڪمل ۽ درست ڪرڻ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو ڪم هو، جنهن هي ڪتاب ايڊٽ ڪري ڇپرايو هو. *(تذڪره اميرخاني، ص 298، حاشيو 03)*

| نالو | مقرر ٿيڻ جو سال |
| --- | --- |
| (01) گيسو خان | 982هه/ 1574ع |
| (02) ترسون خان | 983هه/ 1575ع |
| (03) مير سيد محمد امير ولد مير عبدل | 983هه/ 1575ع |
| (04) سيد ابوافضل ولد مير سيد محمد امير | 984هه/ 1576ع |
| پنهنجي والد سيد محمد جي قتل کانپوءِ گورنر ٿي آيو. | |
| (05) اعتماد خان خواجه سرا | 985هه/ 1577ع |
| خلق کي تنگ ڪيائين، نيٺ قتل ٿي ويو. | |

(06) نواب فتح خان — 986ھ/ 1578ع

جاگير ۾ راجا پرمانند جي شرڪت سان، راجا جي جاگير ٻن سالن ۾ ختم ٿي. هن 993ھ/ 1585ع ۾ روهڙيءَ ۾ درگاهه وار مبارڪ لڳ جامع مسجد ٺهرائي هئي.

(07) نواب صادق خان — 994ھ/ 1585ع

هن جي دور ۾ جاني بيگ خلاف چرپر شروع ٿي.

(08) نواب اسماعيل قلي خان — 996ھ/ 1587ع

(09) نواب شيرو خلطان — 997ھ/ 1588ع

(10) نواب صادق خان — 998ھ/ 1589ع

ٻيو ڀيرو مقرر ٿيو.

(11) نواب مير ابوالقاسم خان نمڪين — 1004ھ/ 1595ع

ستين جي آستان ۾ هن جو مدفن آهي. اميرخاني سيد سڏجن ٿا.

(12) نواب مرزا نور ولد خان اعظم — 1005ھ/ 1596ع

(13) ابو القاسم نمڪين — 1007ھ/ 1598ع

ٻيو ڀيرو مقرر ٿيو.

(14) نواب سعد خان — 1009ھ/ 1600ع

(15) نواب بقرا بيگ — 1014ھ/ 1605ع

اُن سال اڪبر بادشاهه فوت ٿيو ۽ چند مهينا پوءِ مير معصوم بکري پڻ وفات ڪري ويو.

(16) نواب سردار خان — 1015ھ/ 1606ع

قنڌار جي مهم ۾ قتل ٿي ويو.

(17) نواب قاضي خان — 1016ھ/ 1607ع

(18) نواب سيد تاج خان — 1020ھ/ 1611ع

(19) نواب بازيد خان — 1025ھ/ 1616ع

(20) نواب هوشيار خان — 1028ھ/ 1618ع

(21) نواب مرزا علي محمد بيگ — 1031ھ/ 1621ع

هي نواب نورجهان بيگم جي طرفان مقرر ٿيل هو، چو ته بکر جو علائقو ان وقت بيگم صاحبه جي جاگير ۾ هو.

(22) محمد علي فوجدار — 1038ھ/ 1628ع

هن جي دور ۾ جهانگير وفات ڪئي ۽ شاهجهان تخت نشين ٿيو.

(23) مرزا حسيني — 1039ھ/ 1629ع

گنجابه ۽ سبي به هن جي جاگير ۾ هئا.

(24) عزت خان فوجدار — 1041ھ/ 1631ع

(25) سيد محمد فوجدار — 1043ھ/ 1634ع

(26) نواب اسد خان — 1045ھ/ 1635ع

(27) نواب محمد يوسف خان — 1046ھ/ 1636ع

(28) نواب محمد خان — 1048ھ/ 1638ع

(29) نواب شاهه قلي خان — 1049ھ/ 1639ع

پرهيزگار انسان هو. سومر ۽ جمعي جي رات مسڪينن کي کاڌو کارائيندو هو.

(30) ميران سيد جاون — 1050ھ/ 1640ع

بهادر ۽ شمشير زنيءَ جو ماهر هو.

(31) مرزا التفات بيگ — 1051ھ/ 1641ع

(32) مرزا زمان خان — 1052ھ/ 1642ع

شهزادي مراد بخش جو ملازم هو.

(33) نواب سعد خان — 1054ھ/ 1644ع

غالباً هي ٻيون ڀيرو حاڪم ٿي آيو ۽ ساڳيو چوڏهين نمبر وارو سعد خان آهي.

(34) خواجه لطف ۽ مير محمد ناظر — 1058ھ/ 1648ع

(35) نواب خواجگي — 1061ھ/ 1650ع

هي دارا جو ملازم هو.

(36) شيخ احمد — 1062ھ/ 1652ع

(37) مرزا لعل بيگ — 1065ھ/ 1655ع

(38) خواجه عبدالواحد — 1066ھ/ 1656ع

(39) شيخ احمد — 1067ھ/ 1657ع

(40) خواجه محمد شريف — 1068ھ/ 1658ع

هن زماني ۾ دارا جي ڀاڄ سبب سنڌ ۾ چڪتاڻ پيدا ٿي. اهو ئي زمانو آهي، جڏهن ميان شاهه علي ڪلهوڙي ۽ مغلن ۾ گهاڙ واهه جي ڪناري تي جنگ ٿي. ميان شاهه علي شهيد ٿيو. ڪلهوڙن جو نئون اڳواڻ ميان نصير محمد بڻجي ويو. جنهن بعد سنڌ جي آزاديءَ جي تحريڪ زور ورتو.

(41) باقر خان — 1069ھ/ 1659ع

شاهجهان وفات ڪئي ۽ اورنگزيب آخري طاقتور مغل شهنشاهه بڻيو.

(42) عبدالله خان — 1070ھ/ 1660ع

چار مهينا بکر ۾ رهيو.

(43) خنجر خان — 1070ھ/ 1660ع

(44) شيخ ابراهيم — 1071ھ/ 1661ع

(45) نواب سيد عزت خان — 1074ھ/ 1663ع

(46) نواب سيد غلام مصطفيٰ خان — 1078ھ/ 1667ع

(47) سيد مير يعقوب خان رضوي — 1081ھ/ 1670ع

روهڙيءَ جو وينل هو.

(48) سيد مير صادق علي خان — 1085ھ/ 1677ع

مير يعقوب جو پٽ هو. سندن پونيراج به روهڙيءَ ۾ رهن ٿا.

(49) نواب خدايار خان — 1087ھ/ 1677ع

(50) مير محمد اڪرم حڪيم — 1090ھ/ 1679ع

روهڙيءَ جي قاضين مان هو

محمد اڪرم جو اولاد اڄ به روهڙي شهر جي قاضي محلي ۾ رهي ٿو. خداداد خان لکيو آهي ته هن ڪانپوءِ سنڌ جي اڪثر حصن تي ڪلهوڙا قابض ٿيا ۽ مغل نوابن جو اچڻ بند ٿي ويو. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي، ص 90)* غلام محمد لاکي جي تحقيق آهي ته 1092ھ/ 1681ع ۾ ميان نصير محمد ڪلهوڙي اتر سنڌ جي مختلف حصن تي پنهنجو راڄ قائم ڪري ورتو هو.

**ٺٽي ۾ مغل صوبيدار:**

بکر کانپوءِ مغل شاهيءَ ٺٽي هٿ ڪرڻ لاءِ تياري ڪئي. جنهن وقت بکر تي مغلن جو قبضو ٿي ويو، ان وقت ٺٽي تي مرزا محمد باقي ترخان جو راڄ هو. هن پنهنجي نياڻي اڪبر جي نڪاح ۾ داخل ڪري، پاڻ کي بچائڻ جي ڪوشش ورتي، ليڪن اڪبر هي رشتو قبول نہ ڪيو. مرزا باقي ترخان جي دور ۾ اڪبر ٻين مامرن جي ڪري ٺٽي کي پاسيرو رکيو. البت جاني بيگ جي دور ۾ بکر تي نواب محمد صادق خان مقرر ٿيو. تڏهن هن کي ٺٽي جي فتح لاءِ بہ حڪم مليو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 291)* هي نواب 12 ربيع الاول 994هہ برابر 3 مارچ 1586ع تي بکر پهتو. نواب محمد صادق خان ۽ مرزا جاني بيگ جي سپاهين جي وچ ۾ پاٽ ۾ لڙائي ٿي، جنهن ۾ ترخانن جو گهڻو نقصان ٿيو. هو سيوهڻ جي محاصري ۾ هٿيڪو هو تہ، جاني بيگ خود بہ لَڪي جبلن وٽ پهچي ويو. ان وچ ۾ اڪبر جو فرمان پهتو تہ جاني بيگ درگاهہ ۾ تحفا موڪلي، پنهنجي عاجزي، اخلاص ۽ نيازمندي ظاهر ڪئي آهي، ان ڪري لڙائي بند ڪئي وڃي. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 291- 292)* ليڪن چار سال بہ نہ گذريا تہ ٺٽي جي فتح جو پڪو ۽ قطعي فيصلو ٿي ويو. شهنشاهہ اڪبر سن 998هہ/ 1590ع ۾ لاهور جي دوري تي هو. تڏهن درٻارين بادشاهہ جا ڪن ڀريا تہ مرزا جاني بيگ، شاهہ حسن ارغون وانگر اطاعت جو اظهار بہ نہ ڪيو، پر هاڻي تہ خودمختياريءَ جو دم هڻڻ لڳو آهي. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 292)* ان تي شهنشاهہ اڪبر، عبدالرحيم خان خانان کي ٺٽي جي فتح جو حڪم ڏنو. محقق سنڌ پير حسام الدين راشديءَ جو خيال آهي تہ، خان خانان کي جڏهن هيءَ مهم ملي، تڏهن ڪافي پريشان ٿيو. ڇو تہ ان کان اڳ محمد صادق سنڌ مان خوار خراب ٿي واپس ٿيو هو. ان تجربي جي آڌار تي چونڊ اميرن ۽ بهادرن جو لشڪر بہ خان جي قيادت ۾ ڏنو ويو. اڪبر پنهنجي سر لاهور ۾ راويءَ جي ڪناري تي اچي خانخانان کي رخصت ڪيو. *(مير محمد معصوم بکري، باب 13-14)* ان مان سنڌ جي مهم جي اهميت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. خان خانان بکر پهچي عجيب ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿيو. هن هتان جي مختلف بزرگن سان روبرو ملي يا سندن مزارن تي وڃي ڪاميابيءَ لاءِ دعائون گهرايون ۽ نذر نياز پيش ڪيا. ان ڏس ۾ مخدوم نوح، مخدوم عثمان دربيلوي، شيخ وهنيي ۽ شيخ پرڪيي جا نالا تذڪرن ۾ آيا آهن. *(ذخيره الخوانين (فارسي)، جلد اول، ص: 179- 180)* اڪبري لشڪر ۾ تاريخ سنڌ جو مؤرخ مير محمد معصوم بکري بہ شامل هو. جنهن پنهنجي ’تاريخ معصومي‘ ۾ حملن ۽ مارا مارين جا اکين ڏٺا تفصيل ڏنا آهن.

خان خانان ۽ ترخانن جي لشڪر ۾ ابتدا ۾ سيوهڻ ۾ لڙايون ٿيون. ان مقصد لاءِ قلعي جو محاصرو ڪيو ويو ۽ سرنگهون کوٽي بارود ڀري قلعي کي فتح ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيون ويون. جاني بيگ خود نصرپور پهچي بوهري قلعي ۾ جنگ جي تياري ڪئي. سيوهڻ جو محاصرو ڇڏي مغليہ لشڪر بوهريءَ طرف وڌيو. ترخانن پنهنجي مدد لاءِ فرنگي لشڪر (پورچوگيز) کي بہ سڏيو هو. حملي آورن ۽ سنڌ جي لشڪر ۾ نصرپور جي آسپاس درياهہ ۾ زبردست لڙائي ٿي. ترخانن جي لشڪر جي قيادت خسرو چرڪس ٿي ڪئي. هن جنگ ۾ مغلن کي گهڻو نقصان ٿيو. بوهري قلعي کي حاصل ڪرڻ لاءِ پڻ وڏي ويڙهہ ٿي، پر مغل ان کي حاصل نہ ڪري سگهيا. ان بعد مغلن مختلف شهرن تي هڪ ئي وقت دٻاءُ وجهڻ جي حڪمت عملي ٺاهي. جنهن موجب فاتح ٺٽي، بدين، سيوهڻ ۽ عمرڪوٽ طرف ٽولن جي صورت ۾ ٽڙي پکڙي ويا. مير معصوم سيوهڻ ويندڙ ٽولي ۾ شامل هو. مغلن جي ٽڙڻ پکڙجڻ جي صورت ۾ جاني بيگ ترخان سيوهڻ طرف وڌيو. مغل سپاهہ ۽ مرزا جاني بيگ جي وچ ۾ لڪيءَ جي جبلن وٽ وڏو دنگل ٿيو. جنهن ۾ اڪبر جا ڪي نامور سالار مارجي ويا. ليڪن سنڌ جو حاڪم هن خونريز جنگ بعد پاڻ بچائي انڙپور طرف نڪري ويو. جتي قلعي بند ٿي ويٺو. مغلن وڌي انڙپور جو گهيرو ڪيو ۽ ڪيترائي ڏينهن لڙائي جاري رهي. جنگ مان ڪو بہ ڪڙتيل نہ پي نڪتو. مير معصوم هي سموري روئداد لکندي ٻڌايو آهي تہ آخرڪار جاني بيگ تنگ ٿي صلح طرف هٿ وڌايو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص: 295-302)*

مير معصوم بکري جيئن تہ مغل سپاهہ جو حصو هو، ان صورت ۾ ڪيس ائين ئي لکڻ کپندو هو. ٻئي طرف مير علي شير قانع مختلف روئداد بيان ڪئي آهي. هن لکي جبلن واري جنگ ۾ جاني بيگ جي جوانمرديءَ جي وڏي تعريف ڪئي آهي. مغل لشڪر سنڌ جي جدا جدا حصن تي وڃي ڪجهہ جنگ ۽ ڪجهہ حيلي حرفت سان ڪن شهرن تي قبضو ڪيو. محمد امان ترخان ۽ قاسم علي وڪيل کان نيرون ڪوٽ جو قلعو ڇڏايو ويو. شاهہ بيگ خان، ابوالقاسم ارغون جي هٿان ساڪرو کسيو. چاچڪان جو پرڳڻو پڻ مقامي ماڻهن جي مدد سان هٿ ڪيو ويو. ان دور ۾ مرزا جاني بيگ جي حڪمن تي ٺٽي کي نابود ڪيو ويو، تہ جيئن ڀريو ڀڪليو شهر ڌارين جي ور نہ چڙهي وڃي. پورو مهينو ٺٽي ۾ وڏي بربادي ٿيندي رهي. ان دور ۾ مرزا جاني بيگ کي شخصي طور تي بہ وڏا نقصان پهتا. هڪ تہ سندس والد پاينده بيگ مرزا ۽ پٽ ابوالفتح عمر، فوت ٿي ويا. ٻيو تہ لڙاين ۾ ڊيگهہ اچڻ سبب ملڪي معيشت کي بہ وڏو نقصان پهتو. هن سڄي روئداد لکڻ بعد بہ مير علي شير قانع لکيو آهي تہ ان سموري ماجرا ۾ جاني بيگ آخري دم تائين وڙهڻ جو پڪو ارادو ڪيو. ان حالت ۾ صلح جي آڇ خود مغلن جي طرفان ٿي ۽ عبدالرحيم خانخانان ڪجهہ ماڻهو موڪلي ٺاهہ جي ڪوشش ورتي. *(تحفة الکرام، سنڌي، ص: 190-195)* ملڪي حالتن جي بربادي، جاني بيگ جي سپاهين جي حقيقي روئداد ۽ مغلن سان ڳجهہ ڳوهہ ۾ صلح جي ڳالهين جو تذڪرو بہ مير علي شير قانع ڪيو آهي. صلح ٿيڻ بعد جاني بيگ ٺٽي روانو ٿيو ۽ خان خانان، سن ۾ رهي چوماسي جي موسم گذاري. بعد ۾ فتح باغ روانو ٿيو جتي جاني بيگ سندس استقبال ڪيو. ٻئي ڄڻا ٺٽي پهتا، جتي خان خانان جي مان ۾ وڏيون دعوتون ڪيون ويون. ڪجهہ ڏينهن ٺٽي ۾ رهي خان خانان، جاني بيگ کي ساڻ ڪري لاهري بندر کان سنڌ جو سمنڊ ڏسڻ ويو. *(ترخان نامہ، سنڌي، ص 70)* هن جنگ جي

حوالي سان راشدي صاحب همعصر ڪتابن ۾ آيل سمورو مواد جمع ڪيو آهي. *(تحفة الڪرام، فارسي، ص 219-312)* ۽ پڻ هن جنگ بابت سچي اوک ڊوک پنهنجي ڪتاب 'مير محمد معصوم بکريءَ' ۾ ڪئي آهي، جا بيحد دلچسپ آهي. *(باب 13-14)*

هن ڪانپوءِ جاني بيگ صلح جي شرطن موجب خان خانان سان گڏ، شاهي دربار ۾ وڃي اڪبر جي قدم بوسي ڪئي. نتيجي طور ڪيس ٺٽو (سنڌ) مرحمت ٿيو. مرزا جاني بيگ 1009ھ/ 1601ع ۾ فوت ٿيو. اڪبر وري به ٺٽو هن خاندان وٽ ئي رهڻ ڏنو ۽ جهانگير به ساڳي پاليسي جاري رکي. جاني بيگ ڪانپوءِ مرزا غازي بيگ ترخان کي ٺٽو مليو، جنهن 1021ھ/ 1612ع ۾ وفات ڪئي. ان ريت ٺٽي تي ترخانن جو راڄ پورو ٿيو. هاڻي ٺٽي کي صوبي جو درجو مليو هو. ان ڪري ان ڪانپوءِ دهليءَ مان سڌو ٺٽي لاءِ گورنر (صوبيدار) اچڻ شروع ٿي ويا.

مير علي شير قانع 'تحفة الڪرام' ۾ ٺٽي جي صوبيدارن جي لسٽ ڏني آهي، ليڪن اها ناقص آهي. راشدي صاحب هن *(تحفة الڪرام، فارسي)* ڪتاب جي تعليقات ۾ جديد ڇاڻ ۽ تحقيق جي بنياد تي، مغل صوبيدارن جي مڪمل لسٽ ڏني آهي. ساڳي لسٽ اعجازالحق قدوسيءَ *(تاريخ سنده، جلد دوم، مطبع مرڪزي اردو بورڊ، لاهور، 1974ع)* به ڪجهه تبديليءَ سان ڏني آهي. هتي انهن ٻنهي ڪتابن جي مدد سان ٺٽي جي مغل صوبيدارن جي لسٽ ڏجي ٿي:

### اڪبر جو دور (1000/ 1591ع - 1014ھ/ 1605ع)

(1) دولت خان لوڌي (1000-1003ھ): جڏهن مرزا جاني بيگ کي وٺي خانخانان هندستان روانو ٿيو، تڏهن ٺٽو دولت خان جي حوالي ٿيو.

(2) مرزا شاهه رُخ (1002ھ): ٺٽي لاءِ نامزد ٿيو. بعد ۾ مُلڪ جاني بيگ کي موٽي مليو.

(3) خسرو چرڪس (1002-1008ھ): جاني بيگ شاهي دربار ۾ هو ته مرزا غازي بيگ ملڪ جو مهندار بنيو، پر اصل حاڪم خسرو چرڪس رهيو.

### جهانگير جو دور (1014/ 1605ع - 1037ھ/ 1627ع)

(4) مرزا غازي ترخان (1009-1021ھ): مرزا غازي ترخان کي پيءُ ڪانپوءِ ٺٽو مليو. هن جي هند ۾ هجڻ واري وقت ۾ ميرزا احمد بيگ ۽ هندو خان (1013- 1016ھ)، ۽ پوءِ خسرو چرڪس (1017- 1021 ھ)، مرزا جي نائب طور ٺٽي ۾ حڪومت ڪئي.

(5) ميرزا عبدالعلي ترخان (1021ھ): غازي بيگ جي وفات بعد (11 صفر 1021ھ)، خسرو چرڪس ڪيس سربراهه مقرر ڪيو ليڪن جهانگير تيزيءَ سان ڪارروائي ڪري، مرزا عبدالعلي ۽ خسرو کي گرفتار ڪرائي ٺٽي مان بيدخل ڪيو.

(6) مرزا رستم صفوي قنڌاري (1022- 1023ھ): ان بعد بادشاهه سڌو ٺٽي تي مغل صوبيدار موڪلڻ شروع ڪيا. رستم پهريون صوبيدار ٿي آيو هي نهايت ظالم هو. جهانگير ڪيس معزول ڪيو.

(7) تاجخان، تاش بيگ (1023ھ): بکر جو فوجدار هو. اتان ٺٽي آيو ۽ ان سال ٺٽي ۾ فوت ٿيو.

(8) ارسلان بيگ شمشير خان اوزبڪ (1023- 1025ھ): سيوهڻ مان ٺٽي آيو پوءِ معزول ٿي دربار ۾ پهتو.

(9) مير عبدالرزاق خان معموري (1025- 1028ھ)

(10) مرزا شاهه بيگ ارغون خاندوران (1028ھ)

(11) سيد بايزيد بخاري، مصطفيٰ خان (1029- 1035ھ): بکر مان ٺٽي جو صوبيدار ٿي آيو. محرم 1035ھ ۾ ٺٽي ۾ فوت ٿيو.

(12) سيد ابراهيم بن بايزيد بخاري (1035ھ): تحفة الڪرام ۾ هن جو نالو اچي ٿو. ٻين ڪتابن ۾ نه ٿو اچي. ٿي سگهي ٿو ته والد جي وفات وقت ٺٽي جو بندوبست سنڀاليو هجائين.

(13) شريف الملڪ (1035- 1037ھ): هن جي ڏينهن ۾ شهزادو شاهجهان والد کان رنج ٿي ٺٽي آيو.

(14) مرزا ابو سعيد (1036ھ): خاطري نه آهي ته هن کي ٺٽي جي صوبيداري ملي يا ڀٽنا جي، بهرحال ٺٽي نه پهتو هو. جو 28 صفر 1037ھ تي جهانگير فوت ٿيو بعد ۾ شاهجهان بادشاهه بنيو ته هن پنهنجو صوبيدار ٺٽي موڪليو ۽ شريف الملڪ معزول ٿيو.

### شاهه جهان جو دور (1037ھ/ 1627ع — 1069ھ/ 1658ع)

(15) مرزا عيسيٰ ترخان ثاني (1037- 1038ھ): ٺٽي جي ترخانن جي اولاد مان هو. هن جي عاليشان رانڪ مڪليءَ جي قبرستان ۾ موجود آهي.

(16) سيد بادشاهه خواجه، شير خواجه، باقي خان (1037ھ): ٺٽي نه پهتو هو ۽ راهه ۾ فوت ٿيو.

(17) مرتضيٰ خان، مير حشام انجو (1037- 1039ھ): ٺٽي ۾ فوت ٿيو.

(18) مير ابوالبقا امير خان (1039- 1041ھ): بکر جي امير خاني ساداتن مان هو.

(19) يوسف محمد خان تاشقندي (1041- 1045ھ): بکر ۽ سيوهڻ ۾ به رهيو. بعد ۾ ٺٽي جو صوبيدار ٿي آيو.

(20) دولت خان، خواص خان مئي (1045- 1050ھ)

(21) غيرت خان، خواجه ڪامگار (1050ھ): ٺٽي جو صوبيدار ٿي آيو. ان سال ٺٽي ۾ فوت ٿيو ۽ مڪليءَ تي دفن ٿيو. راشدي صاحب هن جي قبر ڳولي لڌي. هتي هن 'ماثر جهانگيري' ڪتاب لکيو هو.

(22) مغل خان، شادي بيگ، شجاعت خان، شاد خان (1050-1052ھ): بکر مان ٺٽي آيو ۽ پوءِ وري سيوهڻ تي مقرر ٿيو.

(23) مير ابوالبقا امير خان (1052- 1057ھ): ٻيو ڀيرو ٺٽي جو صوبيدار ٿي آيو. ان وقت ٺٽي ۾ جامع مسجد ٺهرايائين، جيڪا بادشاهي يا مسجد شاهجهان سڏجي ٿي. روهڙيءَ ۾ هن جي قبر 'ستين جي آستان' قبرستان ۾ آهي.

(24) مغل خان بن زين خان ڪوڪو (1057- 1060ھ): دڪن ۾ قلعدار هو. امير خان فوت ٿيو ته هن کي ٺٽي جو صوبيدار مقرر ڪيو ويو. 1060ھ ۾ معزول ٿيو. شاهجهان 1 ذي الحج 1059ھ تي لاهور ۾ هو، جو اورنگزيب کي ملتان ۽ ٺٽي جو وائسراءِ مقرر ڪيائين. اورنگزيب ٺٽي نه آيو، سچو ڪم صوبيدارن جي هٿان هليو ٿي. ان دور ۾ لاهري بندر مٽي ۽ لَٽ سان

پرجي ويو هو. ان ڪري اورنگزيب سنڌ ۾ نئون بندرگاهه تعمير ڪرايو جنهن جو نالو 'اورنگا بندر' رکيو ويو. اورنگزيب جيڪي خط شاهجهان بادشاهه کي لکيا، تن ۾ مختلف قبيلن جي باري ۾ لکيو آهي، جي صوبي ٺٽي ۾ بغاوتون ڪري رهيا هئا. 12 رمضان 1062ھ تي اورنگزيب دکن جو صوبيدار مقرر ٿيو.

(25) سعيد خان بهادر، ظفر جنگ (1061ھ): مغل خان جي معزول ٿيڻ تي ٺٽي آيو.

(26) جعفر خان عمدة الملڪ (1061ھ): سعيد خان کي ڪابل موڪلي، جعفر خان کي ٺٽي جو حاڪم مقرر ڪيو ويو.

(27) مغل خان بن اعظم خان (1061ھ): ساڳئي سال ۾ ٺٽي جو ٽيون صوبيدار مقرر ٿيو ۽ سال جي اندر تبديل ٿيو. شاهجهان جي دور ۾ تي مغل خان ٺٽي تي مقرر ٿيا: مغل خان پٽ جانش بهادر، مغل خان پٽ زين خان، مغل ڄان پٽ اعظم خان. *(تحفة الڪرام، فارسي، حاشيا، ص 405)*

(28) سردار خان شاهجهاني (1062- 1063ھ): سردار خان شاهجهاني رستي ۾ فوت ٿيو ۽ ٺٽي پهچي نه سگهيو.

(29) ظفر خان احسن پٽ خواجه ابوالحسن تربتي (1063- 1067ھ): ٺٽي تي چار سال حڪومت ڪيائين. هن 'مشڪين باغ' جو بنياد رکيو، جو ڪلهوڙن جي دور تائين موجود هو.

**اورنگزيب جو زمانو (1069ھ / 1658ع — 1118ھ / 1706ع)**

(30) قباد بيگ ازبڪ (1067- 1070): اورنگزيب هن کي 5 محرم 1067ھ تي ٺٽي جو حاڪم مقرر ڪيو. جڏهن پاڻ درياهه بياه جي ڪناري، سلطان پور وٽ هو. 26 صفر 1067ھ تي ٺٽي پهتو ۽ 9 رمضان 1070ھ تائين رهيو. ٺٽي لاءِ اورنگزيب عالمگير جو پهريون گورنر هو.

(31) لشڪر خان، يادگار بيگ، جان نثار خان بن زبردست خان (1070- 1074ھ) پنج سال ٺٽي جو صوبيدار رهيو. 1074ھ جي آخر ڌاري معزول ٿيو.

(32) غضنفر خان پٽ الهه وردي خان (1074ھ- 1077ھ): هن ٺٽي جي حاڪم طور 1077ھ ۾ وفات ڪئي.

(33) عزت خان، سيد عبدالرزاق گيلاني (1077- 1080ھ): ٽي سال ڪن صوبيدار رهيو.

(34) ابو نصر خان شائسته خان (1080- 1082ھ): ٻه سال ٺٽي ۾ رهيو.

(35) سعادت خان (1082ھ؟): هن جو ذڪر صرف 'تحفة الڪرام' ۾ ٿيو آهي.

(36) ڪفايت خان (1082ھ؟): اورنگزيب، شهزادي محمد سلطان کي ٺٽي جو صوبيدار مقرر ڪيو ۽ حڪم ڏنو ته ڪفايت خان کي پنهنجو نائب ڪري اوڏانهن موڪلي. ان سال شهزادي محمد وفات ڪئي. چئي نه ٿو سگهجي ته ڪفايت خان ٺٽي پهتو يا نه؟

(37) عزت خان، سيد عبدالرزاق گيلاني (1084- 1090ھ): ٻيو ڀيرو ٺٽي جو صوبيدار ٿي آيو ۽ ڇهه سال هتي رهيو.

(38) خانه زاد خان (1090- 1095ھ؟): هن جي اصليت بابت گهڻو عام ڪونهي. ائين ٿو لڳي ته ڪابل کان بدلي ڪري کيس ٺٽي موڪليو ويو.

(39) سردار خان (1095- 1098ھ): معلوم نه آهي ته هي ڪير هو، جو ته ان دور ۾ ٽي سردار خان ٿي گذريا آهن. هي ٽي سال ٺٽي جو صوبيدار رهيو.

(40) مريد خان (1099- 1101ھ): هن عالمگيري جلوس جي ٽئين سال اسلام قبول ڪيو. منصب ۽ مريد خان جو خطاب مليس.

(41) زبردست خان؟ (1101ھ): زبردست خان ڪير هو، ان بابت گهڻو معلوم ڪونهي. ممڪن آهي ته سعيد خان بهادر ظفر جنگ جو ڏوهٽو هجي، جيڪو 1061ھ ۾ ٺٽي جو گورنر ٿي آيو ۽ ان سال ئي هتي فوت ٿيو.

(42) ابو نصر خان، شائسته خان (1101- 1103ھ): ٻيو ڀيرو ٺٽي تي مقرر ٿيو ۽ ٻه سال ڪجهه مهينا رهيو.

(43) نواب حفظ الله خان پٽ سعد الله خان وزير (1103- 1112ھ): ٺٽي سان گڏ سيوهڻ جو حاڪم به رهيو. سن 1112ھ ۾ ميان دين محمد ڪلهوڙي خلاف، شهزادي معزالدين بکر ۽ سيوهڻ طرف فوج ڪشي ڪئي. سخت گرميءَ ۾ درياهه تي پل ٺهرائڻ لاءِ پاڻ بيٺو رهيو. ڪيس ڏينهن لڳو ۽ اُتي ئي گذاري ويو.

(44) سعيد خان، خان زاد، محمد رشيد بن عبدالله سعيد خان (1113- 1114ھ): هن کي 1112ھ ۾ سيوهڻ سان گڏ ٺٽي جي صوبيداري به ملي. خود سيوهڻ ۾ رهيو ۽ پنهنجي پٽ ارشد خان کي ٺٽي موڪليائين.

(45) مير امين الدين خان اميرخاني (1114- 1115ھ): اصل ۾ ٺٽي جو رهاڪو هو، علم دوست ۽ اهل قلم هو. هڪ سال صوبيدار رهيو.

(46) يوسف خان تري (؟ ترين 1115- 1116ھ)

(47) احمد يار خان برلاس (1116- 1118ھ): اورنگزيب جو هي آخري صوبيدار هو. ٺٽي ۾ ئي هو، جو بادشاهه 28 ذي القعد 1118ھ (1707ع) تي وفات ڪئي.

برصغير تي مغلن جو دبدبو ۽ طاقتور حڪومت جو دور پورو ٿيو. هن عرصي تائين اتر ۽ وچ سنڌ تي، سنڌ جي مقامي 'ڪلهوڙا' خاندان جو قبضو ٿي چڪو هو. آهستي آهستي ڪري ٺٽي تي به مغلن جو قبضو ڍرو ٿيندو ويو.

**آخري مغل دور (1118ھ / 1706ع — 1150 ھ / 1737ع)**

ڇهن سالن جي عرصي ۾ دهليءَ ۾ شهزادا پاڻ ۾ وڙهندا رهيا. ان دور ۾ ٺٽي تي هي صوبيدار آيا ۽ ڪو خاص ڪم ڪري نه سگهيا.

(48) سعيد خان عطر خان بن محمد رشيد سعيد خان (1119- 1121ھ): شاهه عالم بهادر شاهه جي حڪم تي هن جي مقرري ٿي.

(49) مهين خان (1121- 1123 ھ)

(50) شاڪر خان (1123ھ)

(51) مهين خان (1123- 1124ھ- ٻيو ڀيرو): هن جي دور ۾ شاهه عالم بهادر شاهه 21 محرم 1124ھ تي فوت ٿيو.

(52) خواجه محمد خليل (1124ھ): جهاندار شاهه نو مهينا حڪومت ڪري فوت ٿيو ان بعد محمد فرخ سير دهليءَ جي تخت تي ويٺو.

(53) عطر خان غياث الدين (1124- 1125ھ): هڪ راءِ آهي ته هي ٺٽي ۾ فوت ٿيو.

(54) لطف علي خان، شجاعت علي خان، مير محمد شفيع (1125- 1128هه)
(55) اعظم خان بن محمد صالح فدائي خان (1128- 1132هه): مقامي تاريخن ۾ هن جو زمانو گهڻو بدنام آهي. هن جي دور ۾ صوفي شاهه عنايت جي شهادت جو واقعو پيش آيو. هي واقعو سن 1130هه/ 1718ع ۾ ٿي گذريو. هن واقعي سبب سندس گهڻي بدنامي ٿي، گڏوگڏ ڪلهوڙن حاڪمن جي به مغلن جو ساٿ ڏيڻ ڪري بدنامي ٿي.
(56) مهابت خان بهادر، غالب جنگ (1132- 1134هه): ٻه سال نٽي ۾ رهيو. هتي فوت ٿيو ۽ سندس لاش لاهور موڪليو ويو.
(57) سلطان محمود خان (1134- 1135هه): هي پنهنجي والد جي جاءِ تي صوبيدار مقرر ٿيو. ليڪن سندس پاران سجو ڪم رضي محمد ڪندو هو.
(58) عبدالسميع خان (1135- 1137هه): هي عبدالغفور هالائيءَ جو پاءُ هو ۽ سيف الله خان پاران ٺٽي تي حڪومت ڪندو هو.
(59) سيف الله خان (1137- 1142هه): هي فرخ سير جي وڏن اميرن مان هو. ذي الحج 1137هه ۾ ٺٽي آيو. پنج سال گورنر رهيو ۽ 9 ذي القعد 1142هه تي ٺٽي ۾ فوت ٿيو.
(60) دلير خان، معين الدوله بهادر، نصير جنگ (1143- 1145هه)
(61) محمد اسحاق، عمدة الملڪ، امير خان، 'انجام' (1145): هن کي ٺٽو جاگير ۾ مليو. ليڪن ٺٽي کي دلير خان پٽ دلير دل خان کي ٺيڪي تي ڏئي ڇڏيائين. هن 1145هه ۾ ٺٽي اچي ملڪ جو قبضو حاصل ڪيو.
(62) همت دلير خان (1145- 1149هه): ڇئن سالن تائين ٺٽي جو انتظام سندس هٿن ۾ رهيو.
(63) نواب صادق علي خان ولد سيف الله خان (1149- 1150هه): هن امير خان کان ملڪ ٺيڪي تي ڪنيو. سال مس ڪيائين، پر نقصان ٿيس. آخرڪار دهلي دربار ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وڪيل شيخ غلام محمد پٽ شيخ عزيز الله کي ٺٽو ٺيڪي تي ڏئي جان آجي ڪيائين. ٺٽي تي هي آخري مغل صوبيدار هو. ان بعد ٺٽو واپس سنڌ ملڪ جي انتظام ۾ اچي ويو ۽ شهر لاءِ ڪلهوڙن حاڪمن (ميان نور محمد) پنهنجا عملدار مقرر ڪرڻ شروع ڪيا.

**سيوهڻ مغل دور ۾:** جڏهن ٺٽي جي فتح ٿي چڪي ۽ اڪثر معاملا حل ٿي ويا، تڏهن اڪبر بادشاهه جي حڪم سان ٺي هنڌ: سيوهڻ، ضربخانو ۽ لاهري بندر- مرڪزي سرڪار پنهنجي قبضي ۾ رکيا ۽ باقي ملڪ (ٺٽي جو)، ترخانن کي مرحمت ٿيو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 167)* ساڳيءَ ريت يوسف ميرڪ به سيوهڻ ۽ لاهري بندر جي شاهي ضابطي ۾ هجڻ جي تصديق ڪئي آهي. *(تاريخ مظهر شاهجهاني، سنڌي، ص 107)* اڪثر مؤرخن سيوهڻ سان مغلن جي منفرد تعلق کي ياد نه ڪيو آهي. البت يوسف ميرڪ پنهنجو ڪتاب 'تاريخ مظهر شاهجهاني' جڻ ته سيوهڻ بابت لکيو آهي. ان ڪان اڳ جو اصل عنوان تي بحث ڪجي، سيوهڻ تي مغلن جي ظلمن بابت مشهور ليکڪ ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جا تاثرات پيش ڪجن. هو لکي ٿو ته، پير حسام الدين راشديءَ مغل دور جو هڪ تاريخي ماخذ 'تاريخ مظهر شاهجهاني' ڇپرايو... اُن تي مقدمو لکندي ۽ ڪتاب جي اهميت اجاگر ڪندي، راشدي صاحب، ڪتاب جي ان پاسي کي خاص طور نروارو ڪيو آهي، جنهن ۾ سيوهڻ جي مغل گورنرن جي ظلمن جو بيان آهي. بلڪ ڪتاب جي اهميت ان نُڪتي ڪان به وڌيڪ آهي. حسام الدين پاران تاريخ کي مسخ ڪرڻ ۽ ان کي هڪ خاص مقصد لاءِ لڪائڻ جو هي هڪ مثال پيش ڪيو ويو آهي. ان ريت حسام الدين راشدي، سنڌ جي مظلوميت کي اُپارڻ گهُري ٿو. *(سنڌ خاموشي کي آواز تعارف، شروعاتي صفحا)* تاريخ نويس ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ کي شايد اها ڳالهه نه وڻي ته تاريخ جي مدد سان ماضيءَ توڙي اڄ سنڌ سان ٿيندڙ ظلمن جي ڪيس کي اجاگر ڪجي. ڏٺو وڃي ته نه رڳو هي اهم ۽ ڳُرُ ٿيل تاريخي ڪتاب، پير حسام الدين راشديءَ، صدين ڪانپوءِ ڳولي هٿ ڪيو، پر اُن کي ايڊٽ ڪري طويل مقدمو لکي مغلن جي ڪارن کي نروار ڪيو. اُن جي حاشين ۽ تعليقات جي صورت ۾، وڌيڪ تاريخي مواد جو ڪتاب بڻايائين. ان صورت ۾ هن ڪتاب جي وڏي تاريخي اهميت ٿي پئي آهي. ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ کي نه 'پير حسام الدين' جي طرفان ٿيل تحقيق ۽ نه ئي سندس راءِ وڻي آهي، جڏهن ته خود سندس راءِ به اختلافي آهي. هاڻي سيوهڻ جي مغل دور ۾ پوزيشن جو ذڪر ڪجي ٿو.

**شاهه حسن ارغون:** شاهه حسن ارغون، سنڌ کي ڇهن ڊويزنن (سرڪارن): بکر، سيوهڻ، نصرپور، چاچڪان، ٺٽي، چاڪر هالا ۾ جوڙڻ ۾ تقسيم ڪيو. سلطان محمود بکري (1520- 1574ع) چوونجاهه سال بکر سرڪار تي حڪومت ڪئي. ترخانن جي دور ۾ به (1556- 1612ع)، جيسين محمود بکري جيئرو هو تيسين بکر جو حاڪم رهيو. 1574ع ۾ فوت ٿيو ته اڪبر جي لشڪر سڄي بکر سرڪار ۾ مغل ضابطو بحال ڪري، ان کي ملتان جي صوبي ۾ شامل ڪري ورتو. 1556ع ۾ ٺٽي تي ترخانن قبضو ڪيو. بکر کي ڇڏي باقي پنج ڊويزنون (سرڪارون) ترخانن جي حوالي ٿيون. 1592ع ۾ مغلن هٿان ٺٽي جي فتح ڪانپوءِ اڪبر جي حڪم سان، ضربخانو، لاهري ۽ سيوهڻ سرڪار، شاهي ضابطي ۾ اچي ويا. ان پس منظر ۾ يوسف ميرڪ (تاريخ مظهر شاهجهاني)، سيوهڻ سرڪار جو جداگانه ۽ مفصل بيان ڪيو آهي. هن سرڪار ۾ يارهن محال يا پرڳڻا هئا: اٺ پرڳڻا درياهه جي هن پر قلعي طرف ۽ ٽي پرڳڻا درياهه جي پرئين پاسي هئا. *(مظهر شاهجهاني، سنڌي، ص 161)*
يوسف ميرڪ جي بيان موجب سيوهڻ طرف جا اٺ پرڳڻا هن ريت هئا:
(1) باغبان، (2) پاٽ، (3) نيرون وارو قلعو، (4) ڳاها، (5) بوبڪ، (6) سيوهڻ جي حويليءَ وارو پرڳڻو، (7) نيرون پرڳڻو، (8) سن.
درياهه جي ٻئي طرف ٽي پرڳڻا: جوڻيجو، خط ۽ لاڪاڻا هئا.
هيءَ چاڻ شاهجهان جي دور جي آهي.

**(1) مقصود بيگ:** خان خانان ٺٽي جي فتح ۽ شايد شاهي فيصلي ڪانپوءِ، مقصود بيگ کي سيوهڻ جو حاڪم مقرر ڪيو.
**(2) بختيار بيگ ترڪمان:** مقصود بيگ ڪانپوءِ بختيار بيگ ترڪمان سيوهڻ جو حاڪم ٿي آيو هي پرجوش سپاهي هو. هن هٿان جي ترخانن مان چونڊ ماڻهو هٽ ڪري، ڪين پاڻ وٽ رکيو. جن سرڪش ماڻهن کي سيکت ڏئي سڌو ڪيو.

بختيار بيگ ست سال سيوهڻ ۾ رهيو. رعيت تان هيون ڇٽيون لاهي، اڏواڏ ٻٽيءَ وارو حساب رکيائين. 7-1008ھ ڌاري سيوهڻ ۾ وفات ڪيائين.

(3) **ڪوريا هندوءَ جي عملداري:** بختيار بيگ ترڪمان ڪانپوءِ ڪوريا هندو، سيوهڻ جو عملدار مقرر ٿيو. هو ٿورو عرصو رهيو. ان ڪري سندس گهڻو احوال نه ٿو ملي.

(4) **خواجه نورالدين ڪروڙي:** ڪوريا هندوءَ ڪانپوءِ خواجه نورالدين ڪروڙي سيوهڻ جو حاڪم ٿي آيو. هن جي دور بابت به نه لکيو ويو آهي.

(5) **شيخ موسيٰ گيلاني:** خواجه نورالدين ڪانپوءِ سيوهڻ شيخ موسيٰ گيلانيءَ جي جاگير بنيو. هن پنهنجي پٽ جان محمد کي سيوهڻ موڪلي ڇڏيو. جان محمد جي ڪمزوريءَ سبب، شهر ۽ علائقي ۾ گهڻي بدامني ۽ بربادي ٿي.

(6) **قره بيگ:** بعد ۾ قره بيگ هتي جو حاڪم مقرر ٿيو. هو پاڻ سيوهڻ نه آيو پر پنهنجا عملدار موڪلي ڇڏيائين. قره بيگ ۽ جان محمد جا ماڻهو بازار ۾ هڪ ٻئي جي سامهون ٿيا. ويڙهه ۾ قره بيگ جو هڪ عملدار آقا محمد موقعي تي مارجي ويو. ملڪ اڃان ناس ٿيو. جڻ ته ڪو راڪاس گهمي ويو هجي.

(7) **مير ابوالقاسم (پهريون ڀيرو):** قره بيگ ڪانپوءِ مير ابوالقاسم سيوهڻ جو جاگيردار مقرر ٿي آيو. پير حسام الدين جي تحقيق موجب مير ابوالقاسم کي بکر مان بدلي ڪري 1009ھ ۾ سيوهڻ جو حاڪم مقرر ڪيو ويو. ياد رهي ته 'تاريخ مظهر شاهجهاني' جو مصنف يوسف ميرڪ، هن مير ابوالقاسم جو فرزند هو.

(8) **سردار خان جي عملداري:** سن 1011ھ ڌاري جهانگير، توختہ بيگ خان کي ڪابل مان بدلي ڪري، کيس سردار خان جو لقب ڏئي، بکر، سبي ۽ سيوهڻ جو جاگيردار مقرر ڪيو. قنڌار جو صوبو سندس هٿ هيٺ رهيو. هن پنهنجو خاص ملازم درويش بيگ کي سيوهڻ ۾ نائب ڪري رکيو. جيڪو سيوهڻ ۾ ئي فوت ٿيو.

(9) **مير ابوالقاسم (ٻيو ڀيرو):** سردار خان ڪانپوءِ مير ابوالقاسم شايد رمضان 1016ھ ۾ ٻيهر سيوهڻ جو عملدار ٿي آيو. سندس هي دور رجب 1017ھ تائين هليو. بعد ۾ کيس مرزا غازيءَ سان گڏ قنڌار روانو ٿيڻ جو حڪم مليو.

(10) **شمشير خان جي عملداري (پهريون ڀيرو):** ابوالقاسم جي وفات ڪانپوءِ جهانگير، شمشير خان اوزبڪ کي سيوهڻ تي مقرر ڪيو. هن پنهنجي ليکي سيوهڻ سنڀالڻ جي سڀني ڪوشش ڪئي.

(11) **مير ابوالبقا:** شمشير خان کي ٺٽي تي مقرر ڪري، سيوهڻ ۾ مير ابوالقاسم جي پٽ مير ابوالبقا کي جاگيردار بنايو ويو. ابوالبقا به پنهنجي پيءُ وانگر سيوهڻ کي بهتر طريقي سان هلايو. ليڪن مقامي ماڻهن سان گهڻيون زيادتيون ڪيائين.

(12) **شمشير خان جو ٻيو دور:** ابو البقا کانپوءِ شمشير خان ٻيهر سيوهڻ تي مقرر ٿيو. سندس دور ۾ انڙن ٻيهر سرڪشي ڪئي، رستن ۽ واپاري مرڪزن کي تاراج ڪيائون. آخر ۾ کيس امن امان جي قيام ۾ ڪاميابي حاصل ٿي.

(13) **شير خواجه:** امڪاني طور تي شير خواجه 1032ھ ۾ سيوهڻ جو جاگيردار ٿي آيو. پر خود جهانگير جي خدمت ۾ رهي پيو ۽ پنهنجا ماڻهو سيوهڻ طرف موڪلي ڇڏيائين. هن دور ۾ ملڪ جي چڱي بربادي ٿي.

(14) **شمس الدين:** گمان غالب آهي ته 1035ھ ڌاري شمس الدين (شرير الملڪ) بنا ڪنهن لکت جي سيوهڻ جو صاحب مقرر ٿيو ۽ شير خواجه کي موڪل وٺائي وئي.

(15) **نوروز بيگ:** يوسف ميرڪ جي لکت موجب، سندس دور ۾ سيوهڻ ويتر زبون ٿيو ۽ ڪا به چڱائي نروار نه ٿي.س

(16) **سيف الملوڪ ڪاشغري:** هن جو مختصر دور تاريخن ۾ چڱن لفظن ۾ ياد نه ٿو ڪيو وڃي. مقامي ماڻهن تي ظلم ستم ڪري وقت پورو ڪيائين.

(17) **احمد خان جي حاڪميت:** لڪتن موجب شاهجهان 1037ھ ۾ کيس سيف الملوڪ جي جاءِ تي سيوهڻ جو جاگيردار مقرر ڪيو. هن جا سيوهڻ جي عوام تي ظلم ۽ ستم منفرد مثال رهيا آهن. خود قلعي ۽ حويليءَ کان ٻاهر نه نڪرندو هو ۽ سڀ معاملا پنهنجي پاءُ مرزا يوسف جي حوالي ڪري ڇڏيا هئا. يوسف ميرڪ موجب: مرزا يوسف ظلم ستم ۾ حجاج بن يوسف جي استاد جو درجو رکندڙ هو. *(تاريخ مظهر شاهجهاني، ص 239)*

(18) **دينار خان جو دور:** تاريخ مظهر شاهجهانيءَ ۾ دينار خان جي ذڪر تي سيوهڻ جي عملدارن جو بيان ختم ڪيو ويو آهي. ڇو ته هي ڪتاب (تاريخ مظهر شاهجهاني) سن 1044ھ ۾ لکيو ويو. ذاتي طرح دينار خان نيڪ ماڻهو هو. پر احمد بيگ جي ظلمن جو ازالو نه ڪري سگهيو. راشدي صاحب جو خيال آهي ته، دينار خان سن 1040ھ ۾ سيوهڻ ۾ آيو ۽ 1043ھ تائين، سيوهڻ جو عملدار رهيو.

**تنقيدي جائزو:** خانخانان 1001ھ/ 1592ع ۾ ٺٽو فتح ڪيو ۽ مقصود بيگ کي سيوهڻ جو پهريون جاگيردار مقرر ڪيو. ان ڪانپوءِ اسان کي 1044ھ/ 1634ع تائين، سيوهڻ جي تاريخ بابت تحريري ڄاڻ ملي ٿي. ڇو ته ان سال يوسف ميرڪ 'تاريخ مظهر شاهجهاني' ڪتاب لکي پورو ڪيو هو. يوسف ميرڪ جي ڪتاب ۾ چوئيتالهن سالن جي تاريخ محفوظ ٿي وئي آهي. ان جو خاص سبب هي آهي ته، مصنف جو والد ٻه ڀيرا سيوهڻ جو حاڪم رهيو. ان ڪانپوءِ سندس پاءُ مير ابوالبقا به سيوهڻ جو جاگيردار ٿي آيو. ائين ٿو لڳي ته خود يوسف ميرڪ به هتي شاهي خدمت تي مقرر ٿيل هو. اڳتي هلي پاڻ هي عهدو ڇڏي ڏنائين. مغل حاڪمن، ڪارندن، عملدارن ۽ جاگيردارن، سيوهڻ ۽ اتي جي عوام سان وڏا ڪلور ڪيا. هت مقرر ٿي ايندڙ عملدار اڪثر بي رحم، ڪلور ۽ ظالم هئا. جاگيردارن مان ڪي ته اهڙا بزدل هئا، جو سيوهڻ جي قلعي کان ئي ٻاهر نه نڪرندا هئا. ڪجهه جاگيردار ايڏا ته جابر ۽ ڪنور هئا، جو جتي به بدامني يا لاقانونيت جو ٻڌندا هئا، هڪدم وڏا لشڪر وٺي

حملي آور ٿيندا هئا. ڳوٺ، واهڻ، وستيون ۽ ننڍا شهر ويران ڪندي، ڪين خوشي ٿيندي هئي. ان ڪري سيوهڻ ڊويزن (ان وقت جي ٻوليءَ ۾ ’سرڪار‘) ويران ٿيندي وئي. حاڪمن جي ظلمن ۽ بربريت سبب واهڻ ويران ٿيا ته. اتي رهندڙ انسانن به ڀاڄ ڪاڏي ۽ ائين ميلن ۾ ڄڻ ته راڪاس گهمي ويو هو. فصل، پوکون، زراعت ۽ باغ باغيچا ويران ٿي ويا. ان کان سواءِ ماڻهن جي غير موجودگيءَ سبب، نهرون ۽ واهه به خشڪ ٿي ويا هئا. ميلن ۾ نه پاڻي، نه آبادي ۽ نه ماڻهو. ان پسمنظر ۾ سيوهڻ جو پرڳڻو غير آباد ٿي ويو. يوسف ميرڪ کي ’تاريخ مظهر شاهجهاني‘ جهڙو اهم تاريخي ڪتاب لکڻو پيو.

مطلب ته مغل ڪارندا جڏهن انسان مان ڦري وحشي ٿيا، تڏهن خود مغل شاهي عملدارن مان هڪ کي، سندن ظلم جا داستان تحرير ڪري، شاهجهان جي ڌيان ڇڪائڻ جو جتن ڪرڻو پيو. سيوهڻ پوءِ به 1090ھ/1680ع تائين مغلن جي قبضي ۾ رهيو، پر ان دور جي تاريخ اڃا نروار نه ٿي آهي!

## سنڌ جون حالتون، عام جائزو

سنڌ ملڪ 927ھ/ 1520ع کان 1150ھ/ 1737ع تائين جن حالتن ۽ تبديلين مان گذريو، تن جو گهڻو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي. هي عرصو ٻن صدين کان به وڌيڪ وقت تي پکڙيل آهي. ان عرصي ۾ ارغونن 35 سال، ترخانن 57 سال (مغل نائبيءَ سميت) ۽ هندي مغلن سوا سئو سال حڪومت ڪئي. ارغونن کان پهريائين سنڌ ملڪ هڪ هو. ان کان اڳ سنڌ تي هڪ مقامي قبيلي سمن ڄامن جي بادشاهت قائم هئي، جنهن دوران هي ملڪ مڪمل طرح آزاد ۽ خودمختيار هو. اهڙو ذڪر گذريل باب ۾ ٿي چڪو آهي.

هتي ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي وقت ۾ سنڌ جي حالتن جي ڪجهه مکيه نُڪتن تي نظر وجهڻ جي ڪوشش ڪجي ٿي، ته جيئن اهو سمجهڻ ۾ آساني ٿئي ته اهي ڪهڙيون حالتون هيون، جن ۾ ڪلهوڙا اڀريا ۽ سڄيءَ سنڌ تي ڇانئجي ويا.

مؤرخن سنڌ جي ارغوني فتح کي ’خرابيءَ سنڌ‘ سان تعبير ڪيو آهي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 139)* سمن جي دور کانپوءِ سنڌ جي ملڪي وحدت ختم ٿي وئي. ابتدا ۾ ملڪ ٻه حصا ٿي ويو بعد ۾ شاهه حسن ارغون ملڪي وحدت کي ڇهن حصن ۾ تقسيم ڪيو: بکر، سيوهڻ، نصرپور، چاچڪان، ننڍو چاڪر هالا ۽ جون. *(تاريخ مظهر شاهجهاني، ص 107)* ارغونن جي خاتمي سان وري هي ملڪ بکر ۽ ٺٽي ۾ ورهائجي ويو ان پسمنظر ۾ اڪبر جي لشڪر سنڌ کي قدم بقدم فتح ڪيو سن 1000ھ/ 1592ع ۾ جاني بيگ صلح ڪيو ۽ بدلي ۾ اڪبر ڪيس ملڪ موٽائي ڏنو. ليڪن پوءِ به سيوهڻ سرڪار ۽ لاهري بندر مرڪزي دهلي سرڪار پاڻ وٽ رکيا. *(تاريخ مظهر شاهجهاني، سنڌي، مختلف صفحا)* هن پوري عرصي ۾ سنڌ جي قومي، ملڪي ۽ جاگرافيائي وحدت ختم ٿي چڪي هئي. ظاهر آهي ته جاگرافيائي وحدت نه هجڻ سبب، قومن ۽ معاشرن تي ان جا هاڃيڪار اثر ٿين ٿا ۽ اهي حالتون سنڌ سان به لاڳو رهيون. معاشرو، معاشيات، آبادي، آدمشماري، شهر واهڻ، واپار، آمدرفت ۽ ثقافت ٽوڙي ڀوري سڀ گهاٽي ۾ اچي ويا.

ارغونن پنهنجي قبضي سان سڄو اقتصادي وهنوار مرڪزي ايشيا مان آيل ماڻهن جي هٿ ۾ ڏنو. سڀ سٺا عهدا ۽ سڀ سٺيون جاگيرون ڌارين کي مليون. عام سنڌي ماڻهوءَ لاءِ هارپو مزدوري ۽ سپاهه گيري رهي. سيد حسام الدين راشديءَ اهڙا تفصيل ڏنا آهن. مخدوم بلاول، قاضي ڏتو، مخدوم رڪن الدين، مخدوم ميران، مولانا ضياءُ الدين، مخدوم فضل الله، مولانا يوسف، مولانا عبدالله مفتي ۽ مخدوم قاضي عثمان دربيلائي ۽ ڪجهه اهڙا مقامي عالم، صوفي ۽ بزرگ هئا، جن کي ارغونن نه ته ڪو عهدو ڏنو ۽ نه وري ڪا رعايت. *(مير محمد معصوم بکري، ص 79-80)* ارغونن رهندو سنڌي عالمن ۽ بزرگن لاءِ هيءَ سرزمين تنگ ڪئي، جن مان ڪي پوءِ سنڌ ڇڏي يا ته برهانپور ويا، يا وري حجاز مقدس هليا ويا ۽ وري وطن واپس نه موٽيا. مخدوم بلاول کي وطن دوستيءَ جي پاداش ۾ گهاڻيءَ ۾ پيڙايو ويو.

ترخانن جو دور اڃا به وڌيڪ ظلم ۽ ستم وارو رهيو. بکر جو سلطان محمود بکري خون خرابيءَ جو شوقين هو. مير معصوم لکي ٿو ته خونريزيءَ کان ڪو به ٽارو نه ڪندو هو، بلڪ ٿوري وهم ۽ بدگمانيءَ تي ماڻهن جو گهر ٻار چٽ ڪري ڇڏيندو هو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، 279)* انهيءَ ظالم، سنڌي قبيلن کي برباد ڪرڻ ۾ وسان نه گهٽايو.

مرزا عيسيٰ جي زماني ۾ سلطان محمود بکريءَ سان جنگ ۽ جدل جاري رهي. جيسين محمود زنده هو، تيسين مرزا عيسيٰ ۽ سندس پٽن کي ويڙهائيندو رهيو. عيسيٰ ترخان جي دور ۾ ٺٽي کي پورچوگيزن برباد ڪيو ۽ صدين تائين ٺٽو ان صدمي مان نڪري نه سگهيو. مرزا باقيءَ جو پورو دور سنڌ واسين لاءِ ڏچي جو دور گذريو. سيد مير محمد لکي ٿو ته سنڌ جا ماڻهو مرزا باقيءَ جي دور ۾ هڪ رات به آرام جي ننڊ نه سُتا هئا. *(ترخان نامه، فارسي، ص 65- 66)* مرزا باقي ظالم نه رڳو سنڌي عوام سان عقوبون ڪيون، پر هن ارغون ۽ ترخان قبيلي جي چونڊ ماڻهن کي به قتل ڪرائي ڇڏيو. مرزا جاني بيگ ۽ خان خانان جي معرڪن ۾، ملڪ جي چڱي خاصي بربادي ٿي. آخر ملڪ غلام ٿي ويو. مرزا غازي بيگ ۽ بيگلارن جي معرڪن سڄي لاڙ کي ڏوڏي ڇڏيو. سندس غير موجودگيءَ ۾ خسرو چرڪس نائب رهيو ان زماني ۾ ظلم حد کان وڌي ويا. مرزا غازيءَ جي وفات 1021ھ/ 1612ع ۾ ٿي، تڏهن ٺٽو سڌو مغل شاهي تسلط ۾ اچي ويو. مغلن سڄيءَ سنڌ کي هڪ صوبو ڪري حڪومت ڪرڻ بجاءِ انهن بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽي لاءِ الڳ الڳ حڪمران موڪلڻ شروع ڪيا. اڪثر عملدار، فوجدار ۽ صوبيدار نااهل، ڪرپٽ، عياش ۽ سست هئا، جن جو پورو پورو زور هوندو هو ته وڌ کان وڌ رقمون، هن ملڪ مان ڪيئن ڪيڄن ۽ پنهنجو پيٽ ڀرجي. اهڙيون شڪايتون مرڪز (دهلي) ۾ پهچنديون رهيون، پر ڪو خاص تدارڪ نه ٿيندو هو. شاهجهان جي زماني ۾ خاص ڪري ’سيوهڻ‘ سرڪار پوريءَ ريت نابود ٿي چڪي هئي. مغلن جي ئي هڪ عملدار اهڙي روئداد قلمبند ڪئي آهي، جيڪا ’تاريخ مظهر شاهجهانيءَ‘ جي نالي سان موجود آهي.

اورنگزيب خود ملتان ۽ ٺٽي جو وائسراءِ رهيو. هن شاهجهان کي سنڌ ملڪ جي حالتن کان خط لکي آگاهه ڪيو ۽ مختلف باغي قبيلن جي روش کان آگاهه ڪيو. مغل دور ۾ جيتوڻيڪ هي ملڪ بيروني حملن کان محفوظ رهيو، پر پوءِ به ڪجهه واقعن ٻاهرين ڪاهن کان به وڌيڪ خطرناڪ نتيجا ڪڍيا. اول ۾ همايون سنڌ ۾ پهتو ۽ ڏکيو عرصو هٽ پٽڪندو رهيو. شاهه حسن ملڪ جي پوکي راهي ويران ڪرائي ڇڏي ۽ سنا سنا باغ ختم ڪرايا ته جيئن رلندڙ شهزادو اجهو ۽ آرام حاصل نه ڪري سگهي. ان بعد اڪبر جي لشڪر ۽ خان خانانؐ ملڪ کي نيست و نابود ڪري ڇڏيو. اڳتي هلي شهزادي خرم، جهانگير سان بغاوت ڪئي ۽ ٺٽي پهتو، جتي شهر جي صوبيدار شريف الملڪ خرم جو پيڇو ڪيو ۽ معرڪا ٿيا. سوا سؤ سال پوءِ جڏهن مير علي شير قانع 1182هه/ 1768ع ۾ 'تحفة الڪرام' لکي رهيو هو تڏهن به انهن معرڪن ۾ مئل ماڻهن جا هڏا اجا تڙيل پکڙيل حالت ۾ موجود هئا. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 234)* دارا بغاوت ڪري بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽي پهتو. شهر جي حويلين ۽ قلعي کي ناپسند ڪري، انهن جي جلائڻ جو حڪم ڏنائين. ان ريت حڪم جي تعميل ۾ درياهه جي آسپاس ڪن جاين کي باهيون ڏنيون ويون. پوءِ ان علائقي تي نالو ئي 'سوختہ گهاٽ' رکيو ويو. *(ڳالهيون ڳوٺ وٽن جون، ص 123)* اورنگزيب 1118هه/ 1707ع ۾ فوت ٿيو. اتر سنڌ اڳ ۾ ئي ڪلهوڙن جي راڄ ۾ هئي. ٺٽو اڃا مغلن جي حاڪميت ۾ هو. البت شهر توڙي علائقي جو سڄو ڪم لهي ويو هو.

آخري مغل عهد ۾ (1130هه/ 1718ع) صوفي شاهه عنايت جي شهادت جو دلخراش واقعو پيش آيو. هن واقعي سبب مغلن جي گهڻي بدنامي ٿي. ٺٽي جي حالتن تي همعصر شاعر ملا عبدالحڪيم 'عطا' هڪ شهر آشوب چيو آهي، جنهن ذريعي هن شهر جي حالت زار تي روشني پوي ٿي.

انهن حالتن مقامي ماڻهن کي باغي ڪيو ۽ اهي پورين به صديون وڙهندا رهيا. ان ريت حاڪمن جو ملڪ تي ضابطو نه رهيو. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ، مرڪزي سرڪار جي اجازت سان سنڌ ۾ واپاري ڪوٺيون قائم ڪيون. هي واپاري سلسلو 1635ع ۾ شروع ٿيو ۽ ستاويهن سالن جي عرصي ۾ سن 1662ع ۾ ختم ٿي ويو. ان جو وڏو سبب هي هو ته ڪاروباري چرپر خطرناڪ ٿي چڪي هئي. واپاري رستن (درياهي) تي عملدارن جو ڪو به قبضو نه هو. هڪ طرف درياهي ڌاڙن مڙسن کي جُنگي ڏيڻي پوندي هئي، ته ٻئي طرف حاڪمن کي خرچي ڏيڻي ٿي پئي. نتيجي ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ پنهنجا ٽپڙ گول ڪيا. *(اي هسٽري آف برٽش رليشن وِٽ سنڌ، ص 14-34)*

ٺٽو لاهري بندر، نصرپور، درٻيلو سيوهڻ، ڪنڊيارو ۽ بکر اهم واپاري مرڪزي هئا. انگريزن نير جي واپار کي اهميت ڏني ۽ مقامي صنعتون خريد ڪندا هئا، ليڪن ڪاريگرن ۽ مقامي واپارين کي تمام گهٽ منافعو ملندو هو، جنهن سبب وڏي دانهن ٿي. *(جنت السنڌ، ص 479)*

انگريزن جي اچ وڃ سبب مغربي سياحن، بنا رنڊ روڪ ڪتاب لکي هندستان وانگر سنڌ جي حالتن تي به روشني وڌي آهي. غربت، بک، بيماري، جهالت ۽ انتهائي ذلت آميز حالتون بيان ڪيون ويون آهن، جن مان هتان جو عام ماڻهو گذريو ٿي. جڏهن ته واپاري، امير ۽ حاڪم وڏي ٺٺ ۽ عياشيءَ جي زندگي گذاريندڙ هئا. سياح پليزرٽ سنڌ ۾ هرهنڌ بک ۽ هراس ڏٺو ۽ عام ماڻهو غلام، نوڪر ۽ ٻانهو ٿي ڏٺو. پورهيت ڏنل ۽ اجورو نه ملڻ سبب نٻل هو. سپلر سنڌ جي هارين کي نهايت مظلوم، مصيبت جو ماريل ۽ مسڪين ڏٺو. منوکي عام سنڌيءَ کي مفلوڪ الحال ۽ غريب سڏيو آهي. *(شاهه عبداللطيف آف ڀٽ، ص 125)*

مغل حاڪمن جي عياشي، لاپرواهيءَ ۽ سست روي، سنڌ جي آبپاشي نظام کي به درهم برهم ڪري ڇڏيو. ڊاڪٽر ايڇ. ٽي. سُورلي هڪ سٽ ۾ مغل حڪومت تي وڏي راءِ ڏني آهي: "مغل بادشاهي خوف ۽ لالچ تي ٻيڌل هئي." سورلي وڌيڪ لکيو آهي ته مغل ڪارندا سنڌ ۾ ڪيڏا به قهر ڪندا هئا، پر ڪين ڇپا ڳجها ڪان آجو رکيو ويو. پنجاب ۾ بهترين آبپاشي نظام ڪم ڪندو هو، ليڪن سنڌ جون نهرون ۽ واهه، سڀ جا سڀ بيڪار بنجي ويا." *(شاهه عبداللطيف آف ڀٽ، ص 113، ص 126)*

مغلن پنجاب کي به باقي هندستان وانگر ٺاهيو. سنڌ کي ڇڏي ٻين هنڌن تي مغلن جي دور ۾ خوبصورت، مضبوط ۽ اهميت جوڳا يادگار تعمير ڪيا ويا، جي اڄ به پوري آب تاب سان موجود آهن. لاهور، آگرو، دهلي ۽ ڪشمير ۾ شالامار باغ، لال قلعو، بادشاهي مسجدون، تاج محل ۽ ٻيو گهڻو ڪجهه تعمير ٿيو. ليڪن سنڌ کي ان لائق نه سمجهيو ويو. هتي ڪو به مستقل اهميت جوڳو يادگار تعمير نه ڪيو ويو. سکر ۾ مير معصوم پنهنجي ذاتي دلچسپيءَ سان يادگار 'منارو' ٺهرايو (1003- 1013هه). ٺٽي ۾ اڄ جيڪا 'شاهجهاني مسجد' سڏجي ٿي، اها هتان جي مقامي حاڪم مير ابوالبقا امير خان جي سعيي ۽ ڪوشش سان جڙي (1054-1057) راس ٿي. راشدي صاحب نهايت پروسي سان لکيو آهي ته هن مسجد جي تعمير ۾ نه ته مرڪز جو ڪو پئسو پائي خرچ ٿيو ۽ نه وري بادشاهه مسجد جي ٺهڻ لاءِ حڪم جاري ڪيا هئا. *(تذڪره اميرخاني، ص 285- 298)*

اهي هيون سنڌ جون ڏکوئيندڙ حالتون، جن مان هي ملڪ به صديون گذريو هو. ارغون، ترخان ۽ مغل جيئن سنڌ ۾ آيا، تيئن هتان جو سڄو ثقافتي ۽ معاشرتي ڍانچو ئي تبديل ٿي ويو. فارسي سنڌن مادري ٻولي هئي. فارسي لکندا ۽ پڙهندا هئا. اڪثر امير، حاڪم ۽ بادشاهه يا ته شاعر هئا، يا وري فارسي زبان جا مصنف هئا. ان ريت فارسي ٻولي هندستان وانگر سنڌ تي به مڙهجي وئي. سنڌي ٻوليءَ جي نه سرپرستي ٿي ۽ نه وري آبياري. ان ريت مقامي سنڌي زبان جي ترقي ۽ ترويج نه ٿي سگهي. راشدي صاحب لکي ٿو: "ملڪ جا سيئي قلعا، وسنديون ۽ واهڻ، مالڪ ۽ ملڪيتون مطلب ته سڄو ارڪو ترڪو ڌارين جي قبضي ۾ اچي ويو. جن جي نه ٻولي سمجهه ۾ ٿي آئي ۽ نه سندن اُٿڻ ويهڻ، چال چلت ۽ رهڻي ڪهڻيءَ مان هتان جي ماڻهن کي ڄاڻ ۽ سڃاڻ هئي. *(مير محمد معصوم بکري، ص 63)*

آخري عهد مغليه (1118هه/ 1707ع) ڪان پوءِ حالتون اچا به خطرناڪ ٿينديون ويون. سنڌي ماڻهو نڌڻڪو، آبپاشي نظام ختم، زراعت ۽ وڻج واپار برباد ۽ سڄو انتظام مفلوج ٿي ويو. سڀ مکيه مرڪزي شهر پڻ زوال پذير ٿيڻ لڳا. انهن حالتن ۾ جڏهن ميان آدم شاهه ڪلهوڙي جو اولاد ميان نصير محمد، ميان دين محمد ۽ ميان يار محمد جي روپ ۾ عمل پيرا ٿيو، تڏهن آهستي آهستي اهي سڄيءَ سنڌ تي ڇانئجي ويا.

## ارغون، ترخان ۽ مغل دور جا ڪجهه مشاهير

هن دور جي سياسي، اقتصادي ۽ مجموعي اپياس ڪانپوءِ هن دور جي ڪجهه نامور ماڻهن جو ذڪر ڪجي ٿو:

**شاهه قطب الدين بن شاهه محمود بن شاهه طيب:** خراسان سان تعلق رکندڙ، ترڪماني فسادن ڪانپوءِ سنڌ پهتو ۽ اچي بکر جي شهر ۾ قيام ڪيائين. سن 977هه ۾ فوت ٿي ويو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 239-240)*

**سيد مير ڪلان:** هن جي وڏن جو تعلق ڪربلا سان هو. جي پوءِ قنڌار لڏي آيا. ارغونن سنڌ فتح ڪئي ته هي سيوهڻ ۾ اچي رهيو. اڪثر وقت قلندر شهباز جي مزار تي گذاريندو هو. پنهنجي گهڻو اولاد ڇڏيائين. بکر- سکر جي مير سيد صفائي، سيد مير ڪلان جي نياڻيءَ سان شادي ڪئي، جنهن مان هن کي ٻئي اولاد ڪان سواءِ مير معصوم بکري پيدا ٿيو. جنهن سنڌ جي اتهاس تي 'تاريخ معصومي' نالي اهم ڪتاب لکيو. پير حسام الدين جي راءِ آهي ته هن سيد، مرزا عيسيٰ جي دور ۾ وفات ڪئي هوندي. *(مير معصوم بکري، باب ٽيون، چوٿون)*

**مخدوم فخرپوٽو:** رباني عالم هو. سنڌ ۾ علم جي پکيڙڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيائين. جيڪو به شاگرد هن وٽ پڙهيو، اهو علم جي مٿانهين رُتبي کي پهتو. مير معصوم جو خيال آهي ته هو هرات ڪان سنڌ ۾ آيو. ليڪن حقيقت ۾ هو مقامي سنڌي عالم هو. فخرپوٽو ٻاهريون ماڻهو نه ٿو ٿي سگهي. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 240)*

**مخدوم عبدالعزيز ابهري:** سمن جي آخريٰ دور ۾ خراسان ڪان سنڌ آيو. علم معقول ۾ وڏو اڪابر هو. سندس ٻه پٽ: مولانا محمد ۽ مولانا اثيرالدين به ساڻس گڏ سنڌ پهتا هئا. *(سمن جي سلطنت، ص 91)*

**قاضي ڏتو سيوهاڻي:** وڏو عالم هو. هن جو تعلق سنڌ سان هو. ارڙهن تفسيرن تي مهارت حاصل هيس. ترڪي زبان به ڄاڻندو هو. جفر جو علم ۽ ڪي ٻيا علم به سندس دسترس ۾ هئا. مرزا شاهه حسن به ڪي علم وٽس پڙهيو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 241- 242)*

**مخدوم رڪن الدين عرف مخدوم منو:** مخدوم بلاول جي وڏن خليفن مان هڪ هو. سندس پرهيزگاري ۽ نيڪ ڪمن جي وڏي تعريف آهي. حديث جي علم ۾ وقت جو يگانو اڪابر هو. گهڻا ڪتاب لکيائين، جي هاڻي اڻ لڀ آهن. سن 949هه ۾ فوت ٿي ويو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 242)*

**قاضي قاضن:** سمن جي دور جي مشاهيرن ۾ هن جو ٿورو بيان ڏنو ويو آهي. سندس باري ۾ وڌيڪ معلومات اها ملي ٿي ته قاضي موصوف ميران محمد جونپوريءَ جو مريد ٿيو. ٺٽي جي فتح (927هه/ 1520ع) وقت هو ارغونن جي اڙد سان گڏ هو. شاهه بيگ جي حڪم سان فتح ڪانپوءِ، ٺٽي شهر کي ساڙڻ جو حڪم ڏنو ويو. 11 محرم ڪان 20 محرم (927هه) تائين شهر سڙندو ۽ ويران ٿيندو رهيو بعد ۾ قاضي قاضن جي گذارش تي اهو سلسلو ختم ٿيو. ٺٽي، سيوهڻ ۽ باغبان ۾ هوندي، شاهه بيگ ڪيس مخدوم بلاول سان صلح جي گذارش ڪئي. ليڪن مخدوم بلاول انڪار ڪيو. ان بعد بکر جي قلعي ۾ ارغون مخالفن کي جيڪي سخت ترين سزائون ڏنيون ويون، تن جي ڏيارڻ ۾ قاضي صاحب جو مشورو به شامل هو. مير معصوم بکريءَ سندس تمام گهڻي تعريف ڪئي آهي. انشاءِ جي فن ۾ ماهر ابجد جي علم جو ڄاڻو سلوڪ جي رستي ۾ رياضتون ڪيل ۽ حرمين شريفين جي زيارت به ڪيل هئس. شاهه حسن ڪيس بکر جو وڏو قاضي مقرر ڪيو. آخر ۾ عهدي تان استعفا ڏئي، عهدو پنهنجي ڀاءُ قاضي نصرالله جي حوالي ڪيائين. هن 958هه ۾ وفات ڪئي. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 242-243)*

هت وڌيڪ ڪي ڳالهيون لکڻ لازم آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هن جو نالو 'قاضي قادن' لکي ٿو. پيو ته قاضي مرحوم جو شمار اساسي/ ڪلاسيڪي سنڌي شاعرن ۾ هڪ بنيادي شاعر طور ٿئي ٿو. سڀ ڪان اول هن جا ست سنڌي بيت ظاهر ٿيا هئا، ليڪن بعد ۾ نامور محقق هيري ٺڪر (دهلي)، سندس ڪلام جو چڱو ذخيرو راڌيلا ڳوٺ (گجرات) مان هٿ ڪري 'قاضي قادن' جو ڪلام عنوان سان ڇپرايو. ان ڪانپوءِ به محترم هيري ٺڪر ڪي بيت لڌا آهن. جن تي تحقيق هلي رهي آهي. ان ريت قاضي قادن جي زندگيءَ جا ڪيئي نوان پهلو نروار ٿين ٿا.

**مولانا ضياءالدين بن صدرالدين راهوتي:** فضيلتن ۽ ڪماليتن جو ڀنڊار هو. شرعي علمي فنن تي وڏي دسترس هئس. شروع ۾ ديني علمن جو درس ڏنائين. پوءِ عام ماڻهن سان ميل ملاقات بند ڪري خلوت ۾ هليو ويو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 244)*

**شيخ رحمة الله:** وقت جو لاثاني عالم هو. حج متعلق عربي زبان ۾ هن جا ٽي رسالا 'مناسڪ الحج' وڏي اهميت رکن ٿا. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 361)* هي ڪتاب قلمي ۽ ڇاپي مولانا محمد ادريس سومري جي ڪتبخاني، 'قاسميه لئبرري' ڪنڊياري ۾ موجود آهن. شيخ رحمت الله ارض مقدس ۾ دفن ٿيل آهي.

**شيخ حميد:** شيخ رحمت الله جو ڀاءُ هو. ديني علمن، حديث ۽ تفسير تي مهارت رکندو هو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 62- 361)*

**قاضي شيخ محمد اُچوي:** وقت جي مشهور عالمن مان هو. اچ ۽ ملتان جي فسادن ڪانپوءِ بکر آيو بعد ۾ ٺٽي پهتو. جتي هن کي ٺٽي جي قضا جو عهدو مليو. ديني علمن ۾ ماهر هو. مرزا عيسيٰ ترخان جي دور ۾ هي فاني جهان ڇڏيائين. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 245- 246)* مير علي شير قانع لکي ٿو ته ڄام نظام الدين جي دور ۾، ميران محمد جونپوري جڏهن ٺٽي آيو تڏهن هي وجي ان جو مريد ٿيو *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 533)*

جيستائين انگريزن جي اچڻ ڪان پوءِ قضا جو نظام پورو ٿيو، تڏهن به اچ تائين ٺٽي جي قضا هن خاندان وٽ آهي. ويجهي ماضيءَ ۾ قاضي علي هن گهراڻي جو اڳواڻ هو. مخدوم ابراهيم خليل پنهنجي

ارغون ترخان مغل دور: مشاهير

مشهور ڪتاب 'تڪملة مقالات الشعرا' ۾ هن خاندان بابت چڱو مواد ڇڏيو آهي. پير حسام الدين راشدي مرحوم هي فارسي ڪتاب شايع ڪندي، شجرن ذريعي، هن نامور علمي گهراڻي کي عمدي طريقي سان نروار ڪيو آهي.

**مولانا مصلح الدين لاري:** وڏو عالم ۽ عربي علمن جو ڄاڻو هو. گهڻ عرصي تائين شاهه حسن ارغون کي به درس ڏنائين. سن 951هه ۾ حج جي ارادي سان مڪي روانو ٿيو. ڪجهه مذهبي ڪتاب لکيائين ۽ ڪن تي شرحون به لکيائين. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 246)*

**شيخ عبدالله متقي:** شيخ عبدالله متقي بن مولانا سعد درهيلوي، وقت جو وڏو عالم هو. سن 947هه ۾ سنڌ کان گجرات ويو. پوءِ مديني شريف هليو ويو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 246)*

**مولانا يونس سمرقندي:** هي هڪ وڏو عالم هو. مرزا شاهه حسن جي دور ۾ ماوراءِ النهر کان سنڌ پهتو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 246)*

**سيد حيدر سنائي:** سن جو رهاڪو هو. مخدوم بلاول ۽ مولانا عمروٽ پڙهيو. سن 973 هه ۾ فوت ٿيو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 247)*. هي بزرگ مخدوم بلاول جي اهم خليفن ۾ شمار ٿئي ٿو. سيد ميران محمد جونپوريءَ سان 'درياهي جنگ' ڪري سن وٽ سندس هيڙيون ٻوڙايائين ۽ کيس ڪابل پڇي وڃڻ تي مجبور ڪيائين. مشهور قومي اڳواڻ جي. ايم. سيد سندس اولاد مان ۽ چوڏهون سجاده نشين هو.

**شاهه جهانگير هاشمي:** شاهه حسن جي دور ۾ خراسان کان اچي بکر شهر ۾ رهيو. بهترين فارسي گو شاعر هو. مثنوي مظهرالآثار لکيائين ۽ پڻ فارسي زبان ۾ هڪ ديوان به ڇڏيائين. سن 946هه/ 1539ع ۾ ڪيچ مڪران جي رستي کان، حج جي ارادي سان نڪتو، پر رستي ۾ مارجي ويو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 317)* سندس مثنوي 'مظهرالآثار' پير حسام الدين راشديءَ جي سعيي سان، سنڌي ادبي بورڊ 1957ع ۾ ڇپي آهي.

**شاهه حسن تڪدري:** مرزا شاهه حسن جي اميرن ۾ داخل هو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 247- 248)*

**حيدر ڪلوچ:** هرات جو رهاڪو هو. جيڪو پوءِ لڏپلاڻ ڪري سنڌ ۾ آيو ۽ اچي پاٽ ۾ رهيو. ڪتاب 'تحفه ساميءَ' ۾ سندس لقب 'ڪليجه' لکيل آهي. فارسي زبان جو اهم شاعر ٿي گذريو آهي. هڪ عدد 'ديوان' (فارسي) ڇڏيائين. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 359)*. حيدر ڪلوچ هرات ۾ فوت ٿيو.

**فخري هروي:** سلطان محمد فخري بن محمد اميري، مشهور 'فخري هروي'، اصل هرات جو هو جو پوءِ ٺٽي (سنڌ) ۾ اچي رهيو. شاهه حسن ارغون جي دور ۾ وڏي عيش جي زندگي گذاريائين. ميرزا عيسيٰ ترخان جي دور ۾ به ڪي ڏينهن ٺٽي ۾ رهيو. جڏهن ته پوءِ هندستان هليو ويو. جتي اڪبر جي شهنشاهي هئي. امڪاني طور 970هه تائين جيئرو رهيو. مير معصوم غلطيءَ مان 'روضة السلاطين' شاهه حسين تڪدريءَ ڏانهن منسوب ڪيو آهي، جڏهن ته 'روضة السلاطين' نالي ڪتاب فخري هرويءَ لکيو هو. هن ٻيو ڪتاب 'جواهر العجائب' به لکيو. هي ڪتاب فارسي گو شاعرن بابت آهي. هن فارسي ۽ ترڪيءَ ۾ شعر جو ديوان به ڇڏيو. پير حسام الدين راشديءَ جي سعيي سان فخريءَ جا لکيل ٻه تذڪرا ۽ هڪ عدد ديوان، سنڌي ادبي بورڊ 1968ع ۾ ڇپيا آهن.

**سيد مير محمد پوراني:** ارغوني گهڻ ڪانپوءِ جيڪي خاندان ايران ۽ وچ ايشيا مان لڏي سنڌ پهتا ۽ سٺيا عهدا حاصل ڪيائون، تن ۾ پوراني خاندان وڏي اهميت رکي ٿو. سيد مير محمد بن ميرڪ بايزيد به سنڌ طرف لڏپلاڻ ڪئي. شاهه حسن ارغون، والد جي وفات ڪانپوءِ اجا نصرپور هو ته مير محمد پوراني به اُتي پهتو. بعد ۾ مير محمد شاهي حفاظت ۾ ٺٽي پهتو. هن جو اهم ڪم 'نصرت نامه ترخان' ڪتاب لکڻ آهي. هي ڪتاب 968هه ڌاري لکيو ويو. جنهن ۾ ارغونن ۽ ترخانن بابت مفصل ڄاڻ ڏنل آهي. حسام الدين راشديءَ لکيو آهي ته، مصنف پورا پنجاهه سال ارغونن سان گڏ رهيو. ان ڪان سواءِ سمن ڄامن جي باري ۾ به قيمتي معلومات ڏني اٿس. هي ڪتاب گم ٿي ويو هو. جنهن جي هڪ قلمي ڪاپي علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ ۾ موجود هئي. جنهن تان ڊاڪٽر اينيمري شمل فوٽو ڪاپي حاصل ڪري راشدي صاحب کي ڏني. هي اهم ڪتاب ڊاڪٽر انصار زاهد خان ايڊٽ ڪيو ۽ ڊاڪٽر رياض الاسلام 2000ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان شايع ڪيو. ڪتاب فارسي زبان ۾ آهي، جڏهن ته ان جو مفصل مقدمو ۽ حاشيا انگريزي زبان ۾ لکيا ويا آهن. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 257)* مير علي شير قانع هن خاندان جي درست معلومات ڏني آهي. هو لکي ٿو ته هڪ اعليٰ درجي جي خوبين سان موصوف ۽ انساني فضيلتن سان مخصوص ميرڪ هو. سال 970هه ۾ گذاري ويو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 497)* ڪتاب 'نصرت نامه ترخان' جو لکجڻ، ليڻ ۽ ڇپجڻ، سنڌ جي علمي تاريخ جي وڏي حاصلات آهي. هڪ راءِ موجب سيد مير محمد 972هه ۾ فوت ٿيو ۽ مڪليءَ تي پورانين جي قبرستان ۾ آرامي آهي.

**شيخ عبدالوهاب پوراني:** سيد مير محمد جو سڳو پاءُ، علمن جو ماهر هو. شاهه حسن ارغون کيس ويجهو رکيو. هن 'فتاوي پوراني' ڪتاب مرتب ڪيو. جيڪو هن وقت اڻلڀ آهي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 497)* شيخ عبدالوهاب 970هه ڌاري هي فاني جهان ڇڏيو. *(ساڳيو ڪتاب، ص 501)* سيد حسام الدين راشديءَ موجب، هي 'فتاوي'، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي مطالعي ۾ رهي. سيد عبدالوهاب 972هه ۾ وفات ڪئي. *(ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون، ص 779 ۽ حاشيو نمبر 02)*

**ميرڪ عبدالباقي:** شيخ عبدالوهاب جو نِڳو پاءُ هو ميرڪ جو والد بکر جو شيخ الاسلام ٿيو ۽ 950هه ۾ فوت ٿيو ته سندس پٽ ميرڪ عبدالباقي بکر جو شيخ الاسلام ٿيو. هو وقت جو وڏو عالم هو. پر علم هيئت ۽ علم حڪمت ۾ به قابل انسان ٿي گذريو آهي. جاگرافي (اقليدس) ۽ ٻين علمن ۾ وڏي مهارت هئس. مير معصوم سندس گهڻي تعريف ڪئي آهي. هن جي وفات 983هه ۾ ٿي. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 258)* سندس مزار پراڻي سکر ۾ آهي.

**سيد محمود:** سيد محمود عرف شيخ ميرڪ، پوراڻي گھراڻي جي ٺٽ مشاهيرن جو چاچو هو. شاهه حسن ارغون کيس ٺٽي جو شيخ الاسلام مقرر ڪيو هو. سندس وفات 962هه ۾ ٿي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 497)* هن کي ٽي پٽ: شيخ مير محمد، ميرڪ عبدالباقي ۽ ميرڪ عبدالرحمان جي نالن سان ٿيا.

**ميرڪ عبدالرحمان:** پير حسام الدين جي تحقيق موجب، مرزا باقيءَ جي حڪم تي، 987هه ۾، ميرڪ عبدالرحمان کي قتل ڪيو ويو. ميرڪ هڪ جيد عالم ۽ بزرگ هو. ميرڪ عبدالرحمان هڪ ڏينهن عيد نماز پڙهي موٽيو ٿي، ته واٽ تي قتل ٿي ويو. مٿس شراب پيئڻ جو ڪوڙو الزام هنيو ويو. مير معصوم جو قول آهي ته ميرڪ جي شهادت عيدالفطر جي ڏينهن تي ٿي. هن جي مزار پوراڻين جي قبرستان ۾ آهي. *(مڪلي نامه، 621)* مير معصوم ميرڪ عبدالرحمان جي شهادت جو اصل پس لکندي *(ص256)*، سندس شهادت جو سال 991هه لکيو آهي. *(ص 258، تاريخ معصومي، سنڌي)* جڏهن ته درست سال 987هه آهي، جيئن راشدي صاحب لکيو آهي.

**مير محمد معصوم بکري:** مير محمد معصوم ولد سيد مير صفائي، بکر ۾ سن 944هه/ 1528ع ۾ ڄائو. ٻيءَ روايت موجب مير معصوم 952هه/ 1545ع ۾ ڄائو. ان دور جي مشهور عالمن ۽ استادن: ملا محمد (ڪنگري)، قاضي ڏتي (سيوهڻ)، شيخ حميد (دربيلو)، ۽ مخدوم عثمان (دربيلو) کان تعليم ورتائين. ان ڪانپوءِ هو عملي زندگيءَ ۾ داخل ٿيندي، اڪبري دربار جو ملازم بڻيو. ڳچ وقت خواجه نظام الدين احمد بخشيءَ سان گجرات ۾ گڏ رهيو. خواجه مرحوم 'طبقات اڪبري ڪتاب' لکندي، مير معصوم کان گھڻي مدد ورتي. ان دور ۾ مير معصوم کي 'تاريخ سنڌ' (تاريخ معصومي) لکڻ جو خيال آيو جيڪا هن 1009هه/ 1600ع ۾ لکي پوري ڪئي. هن اڪبر ٻاران ڪيترين ئي جنگين ۾ ڀرو ورتو. سندس خاص خدمت ايران لاءِ ڪيل سفارتڪاري آهي. هو 1010هه ۾ ايران جو سفير ٿي روانو ٿيو ۽ ڪامياب سفارت ڪانپوءِ 1013هه ۾ وطن موٽي آيو. اهڙو اطلاع ۽ روئداد شهنشاهه اڪبر کي پيش ڪئي وئي. اڪبر جمادي الاول 1014هه/ آڪٽوبر 1605ع ۾ وفات ڪئي ۽ جهانگير نئون بادشاهه ٿيو ته مير معصوم چند مهينا سندس دربار ۾ رهيو. نئين بادشاهه کان اجازت وٺي جيسلمير جي رستي بکر پهتو. ڪجهه مهينا بکر ۾ آيو ته اوچتو کيس ڪنهن مهلڪ بيماريءَ اچي ورايو. هن ذي الحج 1014هه/ اپريل 1606ع ۾ وفات ڪئي. مير صاحب ستر سال ڪامياب زندگي ماڻي. هن نه رڳو 'تاريخ سنڌ' لکي، پر فارسي زبان جو به بهترين شاعر ٿي گذريو آهي. ڪتبه نويسيءَ جي شوق ۾، هندستان اهڙو ڪردار اڃا پيدا نه ڪيو آهي. پير حسام الدين راشدي هن جا هند، سنڌ ۽ ايران ۾ 53 (ٽيونجاهه) ڪتبا ڳولي، نقل ڪري مير معصوم تي لکيل ڪتاب ۾ محفوظ ڪيا آهن.

مير صاحب باغباني ۽ زراعت ۾ به گھڻي دلچسپي رکندو هو. عمارت سازيءَ جو شوقين هو. مير معصوم جي سوانح نگار سندس ٺهرايل 13 عمارتن جو بيان ڪيو آهي. سکر ۾ ٽڪريءَ تي معصومي ساداتن جو خانداني قبرستان موجود آهي، جتي مير معصوم، سندس زال، والد ۽ پيائر دفن ٿيل آهن. قبرستان جي پر ۾ مير معصوم جو جوڙايل 'منارو' اڄ به موجود آهي، جنهن جي تعمير جي سالن کي درست ڪندي، راشدي صاحب لکيو آهي ته، مناري جو بنياد 1002هه ۾ رکيو ويو ۽ اهو سن 1013هه ۾ مڪمل ٿيو. گھڻ ۾ گھڻ سنڌ اندر اهڙي گوناگون شخصيت جو ڪو ٻيو مثال نه ٿو ملي. *(تفصيل لاءِ ڏسو: مير محمد معصوم بکري، تحقيق، سيد حسام الدين راشدي)*

**ادراڪي بيگلاري:** ادراڪي اصل ۾ 'بيگلار' خاندان سان لاڳاپيل هو. بيگلار، ارغوني فتح ڪانپوءِ سنڌ ۾ داخل ٿيا. نون حاڪمن کين نصرپور سرڪار جاگير ڪري ڏني. ان ڪري بيگلارن جو اثر رسوخ نصرپور کان عمرڪوٽ تائين وڌي ويو. هنن مقامي ماڻهن کان رشتا به ورتا. ادراڪي بيگلاري ڪير هو، ڪڏهن فوت ٿيو ۽ ڪٿي دفن ٿيو اهي معما اڃا حل نه ٿيا آهن. هن فارسي زبان ۾ به ڪتاب لکيا: هڪ 'مثنوي چنيسر نامه' جنهن کي پير حسام الدين راشديءَ ايڊٽ ڪري سنڌي ادبي بورڊ کان ڇپرايو (1956)، ۽ ٻيو ڪتاب 'بيگلارنامه' لکيائين، جنهن ۾ بيگلارن جي تاريخ لکي محفوظ ڪيائين. هي ڪتاب 1017هه ڌاري لکيو ويو. جنهن ۾ ان دور جي سنڌ جي تاريخ تي چڱو مواد موجود آهي. هي ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ايڊٽ ڪري 1980ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ کان ڇپرايو.

**سيد عبدالقادر ٺٽوي:** هي عالم ۽ اديب خسرو چرڪس *(ذڪر هيٺ ايندو)* جي دربار سان لاڳاپيل هو. مير علي شير قانع لکي ٿو ته، سيد عبدالقادر پنهنجي وقت جو ناميارو انسان هو. سنڌ جي بزرگن جي بيان ۾ 'حديقة الاولياء' سندس نشاني آهي، جو 1016هه ۾ لکجي مڪمل ٿيو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 517)* سنڌ جي اوليائن بابت لکيل هي ڪتاب خسرو چرڪس جي نالي منسوب ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي (ملتان سميت) چاليهن کان وڌيڪ بزرگن جو بيان آهي. اصل فارسي ڪتاب پير حسام الدين راشديءَ ايڊٽ ڪيو هو. جيڪو 1967ع ۾ ڇپيو. ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڊاڪٽر عبدالرسول قادريءَ 2007ع ۾ ڇپرايو. ٻئي ايڊيشن سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرا ڪيا آهن.

**سيد طاهر محمد ٺٽوي:** مير طاهر محمد نسياني ولد سيد محمد حسن، سنڌ جي تاريخ تي سندس لکيل ڪتاب 'تاريخ طاهري' (1030هه) مشهور آهي. ڪتاب ۾ ارغونن ۽ ترخانن تي سٺو مواد ڏنل آهي. هن جي مزار درگاهه عبدالله شاهه جي پليان هڪ رانڪ ۾ موجود آهي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 518)* سيد طاهر 1051هه (1641ع) ۾ فوت ٿيو. سندس اصل فارسي ڪتاب 1964ع ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ايڊٽ ڪري شايع ڪيو. جڏهن ته ان جو سنڌي ترجمو نامور اديب نياز همايونيءَ 1988ع ۾ شايع ڪرايو. ڪتاب جا ٻئي ڇاپا سنڌي ادبي بورڊ ڇپيا آهن.

**مير ابوالبقا:** پٽ مير ابوالقاسم 'نمڪين' شاهجهان جي دور ۾، سنڌ ۾ ڪيترين اهم ذميدارين تي رهي ڪم ڪيو. ابتدا ۾ سيوهڻ جو فوجدار ٿيو. پوءِ ٺٽي جو صوبيدار (گورنر) ٿيو ۽ پيرا ٺٽي جو حاڪم رهيو.

پهريون پيرو 1039ھ- 1041ھ تائين، ۽ ٻيو پيرو 1052ھ- 1057ھ تائين. جڏهن ٻيو پيرو ٺٽي جو حاڪم ٿي آيو، تڏهن 1054ھ ۾ ان مسجد جو ڪم شروع ڪرايائين. جيڪا هاڻي 'شاهجهاني مسجد' سڏجي ٿي. مسجد جو ڪم 1057ھ ۾ مڪمل ٿيو ۽ ان سال خود مير ابوالبقا جي زندگي به پوري ٿي. سيد حسام الدين جي تحقيق آهي ته مسجد نه ته شاهجهان جي حڪم يا دلچسپيءَ سان ٺهي ۽ نه وري ان تي مغلن جي مرڪزي سرڪار هڪ رپيو به خرچ ڪيو هو.

مير علي شير قانع لکيو آهي ته ابوالبقا جي مزار مڪليءَ تي 'اميرخاني قبرستان' ۾ آهي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 237)* ڪزنس به قانع جي پيرويءَ ۾ ائين لکيو آهي. *(سنڌ جا قديم آثار انگريزي، ص 117)* جڏهن ته مير ابوالبقا جي مزار روهڙيءَ ۾ 'صفهٔ صفا' تي پنهنجي والد مير ابوالقاسم 'نمڪين' جي پهلوءَ ۾ اڄ به خوبصورت ۽ درست حالت ۾ موجود آهي. *(تفصيل لاءِ ڏسو: تذڪره اميرخاني، سيد حسام الدين راشدي، مير ابوالبقا وارو باب)*

**يوسف ميرڪ:** هن گم ٿيل ڪردار ۽ سندس ڪتاب مظهر شاهجهانيءَ کي سيد حسام الدين راشديءَ پڌرو ڪيو آهي. يوسف ميرڪ، شايد مير ابوالقاسم 'نمڪين' جو ٻيو نمبر پٽ هو. مير ابوالبقا هن جو وڏو ڀاءُ هو. هن جي ولادت ۽ وفات جي تاريخ معلوم ڪانهي. ابتدا ۾ سرڪاري ڪارندو هو. پوءِ سيوهڻ ۾ مغل عملدارن جا ظلم ڏسي عهدو ڇڏي ڏنائين. هن 'تاريخ مظهر شاهجهاني' نالي ڪتاب (1044ھ ۾) لکي، سنڌ جي تاريخ نويسيءَ ۾ انقلاب آندو. هن ڪتاب کي سورهين صديءَ جي سنڌ جو گزيٽيئر سڏيو ويو آهي. اصل فارسي ڪتاب گم هو، جنهن کي سيد حسام الدين راشديءَ ڳولي، ان کي ايڊٽ ڪري 1962ع ۾ ڇپايو. مرحوم نياز همايونيءَ ڪتاب جو سنڌي ترجمو 1979ع ۾ ڇپرايو. ٻئي ايڊيشن سنڌي ادبي بورڊ ڇپيا آهن.

**سيد مير محمد:** سيد مير محمد پٽ سيد جلال ٺٽوي بن سيد علي ثانيءَ جو تعلق ٺٽي جي انجوي شيرازي ساداتن سان هو. مير علي شير قانع لکي ٿو ته، سيد مير محمد وڏي شان وارو ۽ مشهور معروف هو ۽ 'ترخان نامو' سندس تاليف آهي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 468)* فارسي زبان ۾ لکيل هي ڪتاب 1065ھ ۾ تيار ٿيو. هي هڪ مختصر ڪتاب آهي، جنهن ۾ سنڌ جي ارغون ۽ ترخان حاڪمن جو احوال ڏنو ويو آهي. سيد مير محمد جي وفات جو سال معلوم ڪونهي. اندازو آهي ته هن جي مزار سيد علي ثانيءَ جي مزار جي گنبذ جي احاطي ۾ ڪنهن جاءِ تي هوندي. اصل 'ترخان نامہ' سيد حسام الدين راشديءَ 1964ع ۾ ايڊٽ ڪري ڇپرايو. ڪتاب جي آخر ۾ شامل ڪيل شجرن تي وڏي محنت ٿيل آهي. اهي شجرا راشدي صاحب جا تيار ڪيل آهن. ڪتاب جو سنڌي ترجمو مرزا عباس علي بيگ ڪيو هو. جيڪو 1994ع ۾ ڇپيو. ترخان نامي جا ٻئي ڇاپا سنڌي ادبي بورڊ ڇاپي نروار ڪيا آهن.

**سيد علي (ثاني):** شيراز جي انجوي ساداتن مان آهي. ميان سيد علي علم، زهد ۽ سخاوت جو مالڪ هو. مڪليءَ جي پيرن جي مزارن تي سماع ڪندو هو. سن 971ھ ۾ فوت ٿيو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 259)* سيد حسام الدين راشديءَ جي تحقيق آهي ته هن 981ھ ۾ وفات ڪيائين. *(مڪلي نامہ، ص 73)* جنهن جي تصديق 'حديقة الاولياء' جي ذريعي به ٿئي ٿي. *(سنڌي ترجمو ص 115)*

**مير سيد صفائي:** ارغونن جي فتح ڪانپوءِ مير سيد صفائي اصل وطن ڇڏي اچي بکر ۾ رهيو. شاهہ قطب الدين ڪانپوءِ بکر جو شيخ الاسلام ٿيو ۽ سن 991ھ ۾ فوت ٿيو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 280)* هي معصوم بکريءَ جو والد هو ۽ سندس مزار معصوم شاهہ جي مناري (سکر) لڳ آهي.

**مولانا عبدالله مفتي:** هي عالم ملتان جي واقعي (فتح) ڪانپوءِ بکر لڏي آيو. سن 970ھ ۾ وفات ڪيائين. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 281)*

**مخدوم قاضي عثمان:** درٻيلي جو رهاڪو ۽ عالم هو. 1002ھ ۾ وفات ڪيائين.

**مخدوم عباس:** هنگورجا جو رهاڪو هو، پر چون ٿا ته اصل پاٽ جو هو 947ھ ۾ هنگورجن ۾ اچي رهيو. علم تفسير، حديث، فقه ۽ ٻين علمن ۾ ڪمال مهارت حاصل هئس. 14 شعبان 998ھ ۾ فوت ٿيو. *(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 283- 284)*

**شيخ فريد بکري:** هن جي والد جو نالو شيخ معروف هو. فريد جو وطن بکر (سنڌ) هو. هن مغلن جي ملازمت ڪئي. سندس جنم ۽ وفات جو سال معلوم ڪونهن. شيخ فريد سادي ۽ روان زبان ۾ هڪ فارسي ڪتاب لکيو. جنهن جو نالو 'ذخيره الخوانين' آهي، جنهن 1060ھ ۾ تيار ٿيو. هي ڪتاب ڊاڪٽر سيد معين الحق ايڊٽ ڪيو ۽ ٽن جلدن ۾ *(جلد 1: 1961ع، جلد 2: 1970ع، جلد 3: 1974ع)*، پاڪستان هسٽاريڪل سوسائٽيءَ پاران ڪراچيءَ مان ڇاپي پڌرو ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ اڪبر، جهانگير ۽ شاهجهان جي دور جي مکيہ مکيہ اميرن جو احوال ڏنو آهي. ڊاڪٽر ظهورالدين احمد، هن ڪتاب جو اونهو اڀياس ڪيو هو ۽ اهو ڪتاب جي ٻولي، اسلوب ۽ معلومات جي وڏي تعريف ڪئي اٿس. *(پاڪستان مين فارسي ادب کي تاريخ، ص 529- 533)*

**محمد رضا بن عبدالواسع:** شاهہ ڪريم جو خاص خليفو ۽ ٺٽي جو رهاڪو هو. هن شاهہ ڪريم جي ملفوظات 'بيان العارفين' سن 1038ھ ۾ فارسيءَ ۾ مرتب ڪئي. ان ۾ شاهہ ڪريم جي زندگي، ملفوضات ۽ سنڌي بيت شامل آهن. ڪتاب ۾ مقدمو، ست باب ۽ هڪ خاتمو آهي. *(پاڪستان مين فارسي ادب کي تاريخ (اردو)، ص 560)* ڊاڪٽر دائودپوٽي 'شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام' اصل ڪتاب (بيان العارفين)، ۽ ان جو سنڌي خلاصو 1937ع ۾ بمبئيءَ مان ڇپرايو. ان ريت شاهہ ڪريم هڪ ڪلاسيڪل سنڌي شاعر طور نروار ٿيو. ان ڪتاب تي بعد ۾ ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ۽ ڊاڪٽر عبدالغفار سومري تحقيقي ڪم ڪيو آهي.

**شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ وارو:** مٽياروي ساداتن مان هو. اصل مٽياريءَ جو هو، جو پوءِ بلڙيءَ لڏي آيو. شاهہ ڪريم 944ھ ۾ پيدا ٿيو. سندس وفات اٺاسي سالن جي ڄمار ۾ 1032ھ ۾ ٿي. ابتدائي دور جو اهم

ڪلاسيڪي سنڌي شاعر ٿي گذريو آهي. ڊاڪٽر دائودپوٽي 'بيان العارفين' ذريعي شاهه ڪريم جا 94 بيت نروار ڪيا. ڊاڪٽر نجم الاسلام اهي بيت اردو زبان ۾ ترجمو ڪيا ۽ دهليءَ جي ڊاڪٽر موتي لال جوتواڻيءَ انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپرايا آهن.

**شيخ عبدالشڪور ٺٽوي:** محمد يوسف اٽڪيءَ 1065هه ۾، هڪ تاريخي ڪتاب 'منتخب التواريخ' تيار ڪيو، جيڪو هڪ ضخيم ۽ علمي ڪتاب آهي، جنهن تي سنڌ ۾ تحقيقي اڀياس ڪيو ويو آهي. ٺٽي جي عبدالشڪور ان جي انتخاب تي ڪم ڪيو ۽ ان جو نالو 'انتخاب منتخب' (1084هه) رکيائين. مير قانع ڪيس اعليٰ درجي جي شخصيت سڏيو آهي. هي هڪ سٺو خطاط به هو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 593، ص 598)*

**مخدوم نوح ولد نعمة الله صديقي:** هي بزرگ وڏو عالم ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. مير علي شير قانع سندس وڏي تعريف ڪئي آهي. مخدوم نوح جي وفات 27 ذي القعد سن 998هه ۾ ٿي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، 385)* مخدوم نوح جا ڪجهه سنڌي بيت ملن ٿا. سندس اهم ڪارنامو 'قرآن مجيد' جو فارسي ترجمو آهي، جيڪو برصغير ۾ قرآن پاڪ جو پهريون فارسي ترجمو آهي، ۽ علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ ايڊٽ ڪري سنڌي ادبي بورڊ ڪان 1401هه ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**ابو الفتح قابل خان:** شاهجهان جي دور ۾ لاهري بندر جو ملازم هو. اورنگزيب سان ملتان ۾ مليو هو ۽ سندس بادشاهيءَ ۾، مير منشي ۽ مدار المهام بنجي قابل خان جو خطاب حاصل ڪيائين. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 549)* ڊاڪٽر محمد سليم اخترجي تحقيق آهي ته، منشي قابل خان، اورنگزيب جو ڀروسي جوڳو مير منشي هو. منشي قابل خان 1072هه ۾ دهليءَ ۾ گذاري ويو. هن اورنگزيب جي حڪم تي سرڪاري خط (لکپڙهه) لکيا، جن ۾ ان دور جي هند ۽ سنڌ بابت وڏي ڄاڻ آهي. بعد ۾ اهي خط 'آداب عالمگيري' (ٻه جلد) جي نالي سان مرتب ٿيا. هي ڪتاب ٻن جلدن ۾ چوڌري عبدالغفور ايڊٽ ڪيو ۽ پنجاب يونيورسٽي لاهور 1971ع ۾ شايع ڪيو.

**عبدالغفور بن حيدر:** سيوهڻ جو رهاڪو هو. دينار خان جڏهن سيوهڻ جو حاڪم مقرر ٿيو، تڏهن ان لاءِ سن 1039هه ۾ هڪ مختصر ڪتاب 'تذڪره مشائخ سيوستان' فارسي زبان ۾ لکيائين، جنهن ۾ شهر جي چوڏهن صوفين جو بيان آهي. اصل ڪتاب گم ٿي ويو هو. جنهن کي سيد حسام الدين راشدي صاحب هٿ ڪري، ايڊٽ ڪري، رسالي 'مهراڻ' (1974ع) ۾ ڇپرايو. جنهن جو سنڌي ترجمو نياز همايونيءَ ڪيو هو. جنهن کي سال 2010ع ۾ ڊاڪٽر غلام محمد لاکي ان کي مرتب ڪري ڪتابي صورت ۾ ڇپرائي نروار ڪيو.

**شيخ عبدالرشيد ٺٽوي:** چيو وڃي ٿو ته مديني کان ٺٽي ۾ اچي رهيو. لغت جي علم جو وڏو ڄاڻو هو. هن جون تيار ڪيل ٻه لغتون: فرهنگ رشيدي (فارسي، ٻه جلد)، ۽ منتخب اللغات شاهجهاني (عربي) مشهور آهن. اندازو آهي ته مصنف عبدالرشيد شاهجهان جي دور ۾ ٺٽي ۾ موجود هو.

**خسرو چرڪس:** ترخاني دور جو مشهور امير ٿي گذريو. سندس احوال ارغون ترخان دور جي تاريخ دوران اچي چڪو آهي.

**مخدوم ابوالحسن:** وقت جو ڪامل، علم ۽ عمل جو صاحب هو. اسلام جي عقيدن، ايمان جي فرضن وغيره متعلق سندس سنڌي نظم يادگار آهي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 559)* ابوالحسن ٺٽويءَ کي سنڌي صورتخطيءَ جو باني چيو وڃي ٿو (جڏهن ته ان جا نمونا اڳ به ملن ٿا). هي آخري مغل دور ۾ ٺٽي ۾ ٿي گذريو آهي. سندس سنڌي ڪتاب 'مقدمة الصلواة' مشهور آهي، جنهن جو مستند ايڊيشن سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 1993ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**لطف الله قادري:** شاهه لطف الله قادري (1020- 1090 هه) جي سنڌي بيتن ملڻ سان، سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جي تاريخ ۾ اهم واڌارو ٿيو آهي. ادبي نقادن جو خيال آهي ته، شاهه عنات جو ڪلام، شاهه ڀٽائيءَ کان اڳ واري دور جو سرمايو آهي. شاهه لطف الله قادريءَ جو رسالو ۽ بيت وري ميين شاهه عنات جي ڪلام، ۽ شاهه ڪريم جي شعرجي وچ واري ڪڙي آهن. سندس 350 سنڌي بيت مليا آهن. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هن شاعرجو سنڌي رسالو 'لطف الله قادريءَ جو ڪلام' انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشوري پاران 1968ع ۾ ڇپايو آهي، جنهن جو هڪ ايڊيشن، ثقافت کاتي حڪومت سنڌ به ڇپايو آهي.

## سنڌ ۾ ڪلهوڙا دور حڪومت

مغلن جي ٻن صدين جي عروج کانپوءِ مغل بادشاهت جو زوال شروع ٿي ويو. هندستان جا مختلف علائقا آزاد يا نيم خودمختيار ٿيڻ شروع ٿي ويا. ان دور ۾ ڪلهوڙا به سنڌ جي سياسي منظرنامي تي ابريا ۽ آخرڪار حڪومت حاصل ڪرڻ ۾ سوڀارا ٿيا.

ڪلهوڙا ڪير هئا، ان متعلق به متضاد رايا ملن ٿا. هڪ راءِ موجب هو عباسي آهن ['انسائيڪلوپيڊيا ايرانيڪا' ڪلهوڙن کي ڪرد قبيلو ڄاڻايو آهي، جيڪي پرسين ڪردستان جي ڏاکڻي حصي ۾ رهندا هئا] ۽ ٻيءَ راءِ موجب اهي اصل ۾ نج پج سنڌي آهن. مير علي شير قانع موجب ڪلهوڙا اصل ۾ عباسي آهن. يعني پيغمبر اسلام جي چاچي حضرت عباس رضـ سان سندن نسبي سلسلو ملي ٿو ٻيءَ راءِ موجب جيڪا مشهور ليکڪ برٽن جي آهي. هي خاندان اصل ۾ 'چنا' قبيلي سان واسطو رکي ٿو مير علي شير هن خاندان جي حڪومت جو بيان ڪندي 'عباسي ڪلهوڙا خاندان جي حڪومت جو بيان' عنوان رکيو آهي. لکي ٿو ته هن گهراڻي جو هڪ وڏو ميان 'اوڊاڻي' نالي ڪيچ مڪران ۾ پير طريقت هو ۽ گهڻا ماڻهو سندس معتقد هئا. هن پٺيان گهڻو اولاد ڇڏيو، جي سڀ اوڊاڻي جي لقب سان سڏجن ٿا. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 255)* اوڊاڻي جي نسل ۾ واڌ ٿيندي رهي. گهڻي عرصي کانپوءِ خاندان ۾ امير چنو/ چنيه/ چينه نالي هڪ فرد پيدا ٿيو جنهن کي ٻه پٽ ٿيا: محمد دائود (اول)، هن جو اولاد دائودپوٽا سڏجي ٿو، ۽ محمد مهدي، جنهن ڄام جو لقب اختيار ڪيو هن کي ميان ابراهيم نالي پٽ پيدا ٿيو جنهن کي ڪلهوڙو خان به سڏيندا هئا. جڏهن ته رچرڊ برٽن هن نظريي سان اتفاق نه

ٿو ڪري. هو لکي ٿو ته، ڪلهوڙن جي دعويٰ آهي ته هو عباس رضہ جي آل مان آهن. پر سندن وڏا دراصل سنڌي چنا ۽ هندن مان مسلمان ٿيل هئا. جڏهن سندن گهراڻو سياسي اوج کي پهتو، تڏهن هنن بني عباس سڏائڻ جي دعويٰ ڪئي. پر عالمن رايو ڏنو آهي ته سندن شجرو بلڪل ناقص آهي. *(سنڌ ۾ سنڌو ماٿر ۾ وسندڙ قومون، سنڌي، ص 350، حاشيو02)* غلام رسول مهر هن عنوان تي ڀرپور بحث ڪندي، ڪلهوڙن کي عباسي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، حصو پهريون، ابتدائي ڇهه باب)* مشهور مفڪر ۽ اسڪالر سبط حسن، غلام رسول مهر جي هن تحقيق تي تنقيد ڪئي آهي ۽ لکي ٿو ته، غلام رسول مهر 35 صفحا اهو ثابت ڪرڻ لاءِ لکيا آهن ته، ڪلهوڙا عباسي هئا.

حالانڪ سومرا، سما ۽ ڪهوڙا خاندان جي بانين جا نالا ۽ سندن قبيلائي رسمون ۽ رواج ئي، سندن اصل سنڌي هجڻ جي ناقابل ترديد شهادت پيش ڪن ٿا. مثال طور: پونگر، دودو، سنگهار، ڦتو، چنيسر، گجن ۽ ڀيل وغيره. *(نويد فڪر، اردو ص 184)* محمد ابراهيم جويي به کين اصل سنڌي قرار ڏنو آهي.

ڪلهوڙن جو بني عباس مان هئڻ وارو تاثر عام طرح حڪمران طبقن طرفان پيدا ڪيو ويو آهي ته جيئن عوام کان پاڻ کي برتر ثابت ڪري سگهن.

## ڪلهوڙا خاندان جي سياسي جدوجهد:

**ميان آدم شاهه:** ڄام چنڻ ڪانپوءِ وڏي عرصي تائين، هن خاندان ۾ ڪو به ناليوارو ماڻهو پيدا نه ٿيو. آخر نائين پيڙهيءَ ڪانپوءِ آدم شاهه نالي هڪ نامور انسان ڄائو. مير علي شير هن جو نسبي سلسلو هن ريت ڏنو آهي: آدم شاهه ولد ميان ڪچن ولد صاحب ولد ميان خان ولد طاهر ولد ميان راڻو ولد ميان شاهه محمد عرف شاهم ولد ميان ابراهيم ولد ميان محمد ولد ڄام چنيه. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 256)* ميان آدم شاهه، سهروردي طريقي جو بزرگ هو ۽ ميران محمد جونپوريءَ جو ٽن واسطن سان محمد، ابوبڪر ۽ عيسيٰ جي ذريعي پوئلڳ هو *(منشور الوصيت ودستور الحڪومت، ص 16)*. مير علي شير قانع به واسطا شيخ الياس لنگراج ۽ شيخ ابوبڪر جتوئي لکيا آهن، جن ذريعي ميان آدم شاهه ۽ ميران محمد جونپوريءَ جو تعلق جڙي ٿو پهرين راءِ خود ميان نور محمد ڪلهوڙي جي آهي، جيڪا درست سمجهڻ کپي. غلام رسول مهر هن سوال تي بحث ڪيو آهي ته ڪلهوڙن ۽ مهدويت جو ڪهڙو تعلق هو؟ لکي ٿو ته، ڪلهوڙا خاندان جي سموريءَ تاريخ مان مون کي اهڙو ذري جيترو به اشارو ملي نه سگهيو جنهن مان گمان پيدا ٿي سگهي ته هي ماڻهو سيد محمد جونپوريءَ کي 'مهديءِ موعود' مڃيندا هئا، يا مهدويت جي جهڳڙن ۾ ذري ماتر دلچسپيءَ جو به اظهار ڪيو هئائون. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور حصو پهريون، سنڌي، ص 125)*

ميان آدم شاهه سِري جي سير ڪرڻ ڪانپوءِ، تعلقي چانڊڪي جي هٽڙي ڳوٺ ۾ رهڻ لڳو. ڪجهه ابڙو پنهنجن پوئلڳن سميت دهي ڳوٺ مان لڏي، اچي سندس مريدن جي لسٽ ۾ داخل ٿيو *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 256)*. عبدالرحيم خانخانان 1590ع ڌاري ٺٽي جي فتح لاءِ ڪثير لشڪر سان، سنڌ ۾ داخل ٿيو عبدالرحيم خان خانان به آدم شاهه سان مليو ۽ فتح جي دعا لاءِ عرض ڪيائين. موقعي جو فائدو وٺي ڪجهه ابڙي چانڊين جي ڇڏيل زمين حاصل ڪرڻ لاءِ خان خانان کي عرض ڪيو اهڙيءَ طرح مريدن جو تعداد وڌيو ته زمينون وڌائڻ جون ڪوششون ڪيائون. مولائي شيدائي موجب، ميان آدم شاهه ڏوڪري تعلقي ۾ مهدوي دائرو ڪوليو هو ۽ هن جاگير صرف مريدن جي لنگر لاءِ حاصل ڪئي هئي. *(تاريخ تمدن سنڌ، ص 438)* اصل ۾ مريديءَ جي تعداد وڌڻ ۽ دائري جي ڪلڻ سان، حالات ٽڪراءَ طرف وڌيا. مقامي زميندارن کي خطرو محسوس ٿيو ان ڪري اهي حاڪمن وٽ دانهين ٿيا. نيٺ ميان آدم شاهه کي گرفتار ڪيو ويو ۽ کيس ملتان ڪٺي ويا، جتي کيس ڦاسي ڏني وئي. شاهه محمد ڪهيري جيل ۾ ميان جي گهڻي خدمت ڪئي ۽ فيض حاصل ڪيو. ميان جي وصيت موجب، آدم شاهه جو لاش حاڪم جو ڪوتوال شاهه محمد ڪڍائي آيو ۽ کيس سکر ۾ اتي دفن ڪيو ويو، جتي اڄ تائين هن جو مقبرو موجود آهي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 257)* هت هڪ سوال آهي ته ميان آدم شاهه جي شهادت جو سال ڪهڙو آهي؟ پير علي محمد راشديءَ جي راءِ آهي ته، ميان صاحب جو زمانو 1520ع کان سن 1600ع تائين هجڻ گهرجي. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، حصو پهريون، سنڌي، ص 123)*

### ڪلهوڙن- مرشدن ۽ حاڪمن- جو شجرو

ميان آدم شاهه شهيد
ميان دائود
ميان الياس
ميان شاهه علي عرف شاهل
(1) ميان نصير
(2) ميان دين محمد
(3) ميان يار محمد
ميان مير محمد (و-1136هه/1723ع)
ميان محمد خان (و-1144هه/1731ع)
ميان فضل علي خان
ميان غلام حسين
ميان غلام علي
(12) ميان صادق علي
(4) ميان نور محمد
ميان محمد دائود
سائين ڏنو
محمد علي (عالي)
محمد اسلام
محمد شفيع
شاهه محمد
تاج محمد
محمد عارف
(5) محمد مراد ياب خان
حسين علي
عباس علي
(7) محمد عطر خان
خداداد خان
احمد يار خان
عزت يار خان
(6) ميان غلام شاهه خان
(8) محمد سرفراز خان
محمد خان
(9) ميان محمود خان
(10) ميان غلام نبي خان
شاهه محمد
(11) ميان عبدالنبي خان
محمد عارف خان
محمد علي خان
غلام علي خان
تاج محمد
احمد يار خان
ليزد يار خان
ميان فضل علي

(1) نالن جي اڳيان نمبر حڪمرانن جي سلسلي کي ظاهر ڪن ٿا.
(2) ميان غلام شاهه، ميان عطر خان ۽ ميان عبدالنبي، هڪ کان وڌيڪ ڀيرا حڪمران بڻيا.
(3) هي شجرو: تاريخ ڪلهوڙا، تحفة الڪرام، منشور الوصيت، تاريخ بلوچي ۽ لب تاريخ سنڌ- کي سامهون رکي تيار ڪيو ويو آهي.

سنڌ ۾ ڪلهوڙا دور حڪومت

**دائود:** مير علي شير قانع جي لکڻ موجب مرشد [آدم شاهہ] جي ڪفن دفن ڪانپوءِ شاهہ محمد، ميان آدم شاهہ جي ڳوٺ ۾ آيو. سندس ٻہ پٽ دائود ۽ ابراهيم ٽڙي پکڙي ويا هئا، تن ڪي ڳولي گڏ ڪري ڳوٺ ٻڌي ڏنائين. دائود متعلق 'تحفة الڪرام' وڌيڪ نہ لکيو آهي. البت واقعي ڪان تي صديون پوءِ، خداداد خان لکيو آهي تہ، ابتدائي دور ۾ ڪجهہ موروثي زمينون ميان دائود جي قبضي مان نڪري ويون. پر مريدن ۾ وقت بہ وقت واڌارو ٿيندو رهيو. انهيءَ ڪري پوين ڏينهن ۾ زمينون سندس قبضي ۾ اچي ويون. جماعت جو تعداد جيئن پوءِ تيئن وڌندو رهيو ۽ ڪنهن سان بہ جهيڳڙي جي نوبت نہ آئي. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي، ص 134-135)* اٽڪل روءِ ميان دائود 1620ع ڌاري هي فاني جهان ڇڏيو.

**ميان الياس:** ميان دائود جي گذاري وڃڻ ڪانپوءِ ميان الياس بن ميان دائود بن آدم شاهہ، وڏن جي گاديءَ جو وارث ٿي، مريدن جي وڌائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو ۽ آب داڻي جا ڏينهن پورا ڪري گذاري ويو. سندس قبر لاڙڪاڻي ۽ هنڙيءَ جي وچ تي ڊبري ڳوٺ ۾ آهي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 257)* ڊبري ڳوٺ ڪي ڪي ڊيري لکن ٿا تہ ڪجهہ اديب ان ڪي ڊيري سڏين ٿا. ميان الياس اٽڪل روءِ 1625ع ڌاري فوت ٿيو. هندستاني تذڪرہ نگار شاهنواز خان، ميان الياس جي شخصيت تي هن ريت تبصرو ڪيو آهي: "انهن بزرگن مان هڪ شخص، جيڪو ابڙا قوم [قبيلي] جو سردار هو جيڪي پراڻي زماني کان سنڌ جا زميندار هئا، سان واسطو پيدا ڪيو ۽ ان کان ڪجهہ زمين گذرسفر لاءِ هٿ ڪيائين. ان طرح سندس اولاد مضبوط ٿي پنهنجي طاقت وڌائي. مريدن ۽ معتقدن جو تعداد بہ وڌي ويو. آخر زميندار بنجي ڏَل ڏيڻ لڳا ۽ آهستي آهستي ابڙا قبيلي تي غالب ٿي سندن زمينن تي قبضا ڪيائون."
*(ماثرالامراء، جلد اول، اردو ص 812)*

**ميان شاهہ علي:** ميان الياس ڪانپوءِ سندس ننڍو ڀاءُ ميان شاهہ علي اڳواڻ بڻيو. هن جهانگير جي دور جا بہ ڪي سال ڏٺا. مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو تہ، "ميان الياس ڪانپوءِ سندس ڀاءُ شاهہ علي عرف شاهل محمد گاديءَ تي ويٺو. سندس فقير اڳي کان وڌيا، ۽ پوکي راهيءَ جي وڌائڻ ڪي لڳي ويا. لاڙڪاڻي جو گهاڙ واهہ سندس کوٽايل آهي. واهہ جي ٻنهي ڪپن واري زمين، سانگي ۽ ابڙا قوم [قبيلي] کان کَسي پنهنجي اولاد ۽ ڀائرن ۾ ورهائي، پاڻ حبيباڻي ڳوٺ ۾ رهڻ لڳو. ڄام صديق ۽ جلال خان جهڙن ابڙن سردارن مريديءَ جا حق وساري، ٻين زميندارن سان ملي، ڪيس گهٽين لڙاين ڪانپوءِ بکر جي حاڪم هٿان قتل ڪرايو. سندس مزار گهاڙي پرڳڻي ۾ چانڊڪي جي آسپاس مرنده ڳوٺ ۾ آهي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 257-258)* شاهہ علي بابت سندس ئي دور جي هڪ مؤرخ ذڪر لائق مواد ڇڏيو آهي. جڏهن سن 1038هہ/ 1628ع ۾ محمد علي بيگ، بکر جو فوجدار هو تڏهن چانڊڪا ۾ مير ابڙي وڏو واهہ کڊائي غيرآباد ٻنين کي آباد ڪرايو ان سان گڏ ابڙن جو مرشد شاهہ علي، جيڪو 'مهديجو' سڏائي ٿو، تنهن 'ڪوٽلي' نالي ڳوٺ آباد ڪيو. ان ريت ابڙن، سانگين ۽ سميجن واهہ جي ڪناري سان ڳوٺ ٻڌائي ملڪ آباد ڪيو ۽ جتان ڪٽان جا ڏتڙيل ماڻهو ان طرف اچڻ لڳا. *(تاريخ مظهر شاهجهاني، سنڌي، ص 122، حاشيو 02)* ان پسمنظر ۾ ايئن ڪيس وڏو آبادگار سڏيو آهي. *(گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ، ص 109)*

شاهہ علي پنهنجن مريدن ذريعي اوڙي پاڙي جي جدا جدا قبيلن کان زمينون کسيون يا نہ؟ پر اصل مسئلو 'دائرو' (مهدوي دائرو) هو جتي غريب غربي کي پناهہ، اجهو ۽ ٻہ وقت دال مانيءَ سان گڏ وڏيرن جي ظلم کان تحفظ بہ مليو ٿي. ان ڪري بکر سرڪار جا وڏيرا گڏجي، بکر جي فوجدار سان مليا ۽ ميان شاهہ عليءَ جي خلاف قدم کڻڻ جو مطالبو ڪيائون. صدين کان اڄ تائين، وڏيراشاهي هميشہ وقت جي حڪومت (Establishment) جو ساٿ پئي ڏنو آهي. ان پسمنظر ۾ بکر جي فوجن ۽ مقامي وڏيرن جي لشڪر ميان شاهہ عليءَ جو مقابلو ڪيو. ان لڙائيءَ ۾ شاهہ علي مارجي ويو. خداداد خان جي لکڻ موجب هو سن 1068هہ/ 1657ع ۾ مارجي ويو. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي، ص 89، ص 136)*

## ڪلهوڙا خاندان جي حاڪميت طرف پيش قدمي

**ميان نصير محمد:** ميان شاهہ علي شهيد کي محمد حسن نالي پٽ ٿيو جو ننڍي هوندي فوت ٿي ويو. ان ڪري 1657ع ۾ سندس ڀائٽيو ميان نصير محمد ڪلهوڙن جو نئون سرواڻ مقرر ٿيو. ميان نصير محمد کان ڪلهوڙا خاندان جي تاريخ ۾ نئون موڙ آيو. سڀ کان اول تہ سندس زندگي ۽ جدوجهد کي مختلف مرحلن ۾ تقسيم ڪيو ويو آهي. مير علي شير قانع لکي ٿو تہ، ڪلهوڙن جو اڳواڻ ٿيڻ ڪانپوءِ هن (ميان نصير) جي زندگيءَ کي ٻن حصن ۾ تقسيم ڪيو آهي. 1068هہ ۾ پيراڻي گاديءَ تي ويٺو تہ مرشديءَ ۾ پنهنجن وڏن کان بہ لنگهي ويو. زميندارن ۾ حسد پيدا ٿيو تہ هو ٽُر هليو ويو. پر گذرسفر جي کوٽ سبب واپس پنهنجي علائقي ۾ پهتو. مير پنهور (پنهورن جو سردار) بکر جي حاڪم جي لشڪر ۽ سبيءَ جي حاڪم مرزا خان پني ۽ مقامي لشڪرن سان گڏجي ميان نصير محمد تي ڪاهي آيا. جنگ ڪانپوءِ هن کي گرفتار ڪري عالمگير جي دربار ۾ موڪليو ويو. بعد ۾ هو خودبخود جيل مان آزاد ٿي پنهنجي وطن وري آيو. هئي دور ۾ هن جي شهرت ۽ عزت ۾ گهڻو واڌارو ٿيو. اصلوڪو ماڳ هنڙي فوجو فقير، ۽ ڪاڇو، شاهہ عنايت شاهہ فقير کي ڏنائين. پاڻ پنهورن جي زمين ۾ اهڙي هنڌ، جنهن جي هڪ پاسي جبل ۽ ٻئي پاسي پاڻي هو، گهارو (ڳاڙهو) نالي شهر ٻڌي ويٺو. فقير جي چڙا هئا، انهن شاديون ڪيون ۽ ٻارن ٻچن وارا ٿي ويا. انهن زمينن وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي. ان عرصي ۾ بکر جي حاڪم مير يعقوب خان (1670-1675ع) سان بہ جنگيون ڪري سوڀارا ٿيا. پوءِ سيوهڻ جي مغلن کان لاڪاڻ جو پرڳڻو ٺيڪي تي ورتائون. فريد ڀاڳت موري مکن (مورو) ۽ فيروز ويرڙ بہ ساڳئي خطي ۾ قبضو ڪري نوشهري نالي (نوشهرو فيروز) نالي شهر تعمير ڪرايو. ائين ڪلهوڙن جا گهڻا مرڪز وجود ۾ اچي ويا. پنجٽيهہ ڇٽيهہ سال راڄ ڪري فاني دنيا ڇڏيائين. ڳاڙهيءَ ۾ ڳاڙهي دڙي تي دفن ٿيو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، 258-259)*

سنڌ ۾ ڪلهوڙا دور حڪومت

هونئن ته مير علي شير قانع جي سموري لکت جي گهڻي تاريخي اهميت آهي. البت خودبخود قيد مان آزاد ٿي وطن موٽڻ وارو سوال تشريح طلب آهي. غلام رسول مهر ميان صاحب جي زندگيءَ جي مختلف پهلوئن تي لکندي واضح ڪري ٿو ته، جيئن ته ٽيڪ هيءُ خاندان چئن پيڙهين کان عوام جي ارادت ۽ عقيدت جو مرڪز بنيو پئي آيو ۽ پيري مريديءَ کان سواءِ زمينداري سلسلو به ڪافي وڏي پئماني تي پهچي چڪو هو. مگر انتظام جي لحاظ کان حڪومت جا رنگ روپ اڃا نمايان نه ٿيا هئا. ميان نصير محمد جي زماني ۾ مريدن مان لشڪر تيار ٿي ويا، ۽ انهن جي پوري انتظام، حڪومت جو رنگ اختيار ڪيو. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد پهريون، سنڌي، ص 148)* هتي ٻن سوالن جو جواب ڳولڻ ضروري آهي. اورنگزيب آخري طاقتور مغل شهنشاهه هو ۽ ان جا اڃا ابتدائي ڏينهن هئا، تڏهن ميان نصير محمد پاڻمرادو جيل مان ڪيئن ڀڄي نڪتو ۽ اچي سنڌ ۾ پهتو؟ ٻيو سوال آهي ته ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي دور ۾، سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي فوج تيار ٿي ۽ ڪڏهن ۽ ڪيئن هن گهراڻي حڪومت جو روپ ورتو؟

پهرئين سوال جو جواب هن ريت ٿي سگهي ٿو. جڏهن نصير محمد گرفتار ٿيو هو، تڏهن ڪيس دهلي ۽ گواليار ۾ قيد رکيو ويو هو. حقيقت ۾ هن اڳواڻ جي گرفتاريءَ جي صورت ۾ ڪيس ابتدا ۾ بکر ۽ پوءِ ملتان ۾ رکيو ويو هوندو. ڇو ته بکر سرڪار (ڊويزن) ان وقت ملتان صوبي جو انتظامي توڙي سياسي حصو هئي. ميان نصير محمد چانڊڪا پرڳڻي مان گرفتار ٿيو ۽ چانڊڪا پرڳڻو وري بکر سرڪار ۾ شامل هو. ان پسمنظر ۾ ميان صاحب يا بکر يا وري ملتان ۾ قيد رکيو ويو هوندو. قيد مان آزاديءَ وارو سوال حل ڪندي، غلام رسول مهر لکي ٿو ته، هن ڏس ۾ امير محمد بهادر خان دائودپوٽي جو ڪردار خاص اهميت رکي ٿو. امير جي اعليٰ همت اهو گوارا نه ڪيو ته ميان کي پريشانيءَ ۽ مصيبت جي وقت ۾ پاڻ وٽان ڪيدي ڇڏي، بلڪ پاڻ وٽ ترسائي، هن ميان کي معافي وٺرائي ڏني، ۽ پوءِ ڪيس چانڊڪي جي پرڳڻي ۾ رهايو. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، حصو پهريون، سنڌي، ص 157- 158)* ميان جي آزاديءَ جي معاملي ۾ في الحال پاڻ وٽ ايترو مواد آهي. ان ڏس ۾ وڌيڪ تحقيق جي گنجائش اڃا باقي آهي!

ٻيو سوال آهي ته مريدن مان فوج ٺهي ۽ پهريون پيرو ڪلهوڙا خاندان جي حڪومت جون علامتون ظاهر ٿيڻ شروع ٿيون، هيءَ صورتحال ڪيئن ۽ ڪڏهن ممڪن ٿي سگهي؟ ان سوال جو جواب نه ته مير علي شير قانع ڏنو آهي ۽ نه وري غلام رسول مهر ڏئي سگهيو آهي، جنهن ڪلهوڙن جي تاريخ تي مفصل ڪم ڪيو آهي. ميان نصير محمد جي آزادي ۽ وطن موٽڻ ڪانپوءِ ٿي هن چانڊڪا بجاءِ موجوده ميهڙ شهر جي اولهه ۾، پنهنجو مرڪز 'ڳاڙهي' طرف منتقل ڪيو.

اورنگزيب جي بادشاهت جي ابتدا، خون خرابي ۽ خواري خجالت سان ٿي. هن جي ڪجهه فيصلن خاص ڪري هندن ۽ سکن جي لاءِ سوچ ۽ پاليسي، ننڍي ڪنڊ ۾ ڇڪتاڻ کي جنم ڏنو. ڪابل ۽ پشاور ۾ گهرو ويڙهه جي نوبت اچي وئي. شيواجي دکن ۾ مغلن لاءِ مسئلا پيدا ڪيا. 1669ع جي ڪجهه فرمانن جي پسمنظر ۾، هندن جا مندر ڊاٺا ويا. 1670ع ۾ ڪابل جي حالتن ۾ وڌيڪ خرابي پيدا ٿي. شيواجي اڳتي وڌي سورت (گجرات) تي حملو ڪيو. بيجاپور پڻ 1672ع ۾ سول وار جي پوزيشن تي اچي ويو. ان سال شيواجي حبليءَ تي حملو ٿيو. 1674ع ۾ هن وٽ ڪثير لشڪر ۽ وڏي رقم هئي. ان ڪري شهنشاهه (شيواجي) بنجڻ جو اعلان ڪيو. ڪابل ڪانپوءِ حسن ابدال ۽ پشاور به فسادن جي لپيٽ ۾ اچي ويا. اهڙا اطلاع ملڻ تي اورنگزيب پاڻ حسن ابدال لاءِ نڪتو. جتي هو ڏيڍ سال رهيو. اورنگزيب 1674ع ۽ 1675ع ۾ پشاور واديءَ ۾ موجود آهي. ان دور ۾ هن سنڌ جي حالتن بابت به رپورٽ طلب ڪئي. مقامي زميندار جيڪي پڻ ڪلهوڙا مخالف هئا، انهن به هندستان جي شهنشاهه کي سنڌ جي بدلجندڙ حالتن کان واقف ڪيو هوندو. ان حالت ۾ ميان نصير محمد کي گرفتار ڪري شايد ملتان پهچايو ويو هجي. ان وقت بکر جو نواب مير يعقوب علي هجڻ کپي. اورنگزيب پناڻن يا پختونن جي خطي ۾ ڏيڍ سال رهيو. ڪجهه ڏيو ڪجهه وٺو جي اصول تحت هن پناڻن سان صلح ڪيو. اورنگزيب ڏيڍ سال دهليءَ کان دور رهيو. هڪ طرف مرهٽا طاقتور ٿي اپريا ۽ ٻئي طرف سکن جي تحريڪ به پنهنجي اوج تي پهتي. سندس حڪم تي سکن جي نائين گرو تيغ بهادر کي ڦاسي ڏني وئي، تڏهن سڄو پنجاب ٻري ويو. 1680ع ۾ ڪي ٻيا واقعا به ٿيا. پر اصل خطرو مرهٽا هئا. شيواجي فوت ٿيو ته هن جو پٽ شاميو جي مرهٽن جو شهنشاهه بنجي ويو. ٻئي طرف خود مغلن جي گهر ۾ به بغاوت ٿي. بادشاهه اجمير ۾ هو جو شهزادي اڪبر بغاوت ڪئي. ٻنهي ڌرين ۾ دنگل ٿيو. پر اڪبر مرهٽن ۽ راجپوتن جي مدد سان دکن پهچي ويو. هي واقعو 11 جنوري 1681ع تي پيش آيو. حالتن جي شدّت ڏسي اورنگزيب، پنهنجي پٽ اعظم جي معرفت ميواڙ جي راجپوتن سان صلح ڪيو. پوءِ اهم مسئلا نبيري اورنگزيب 8 سيپٽمبر 1681ع تي دکن هليو ويو، جتي حياتيءَ جا آخري 26 سال پورا ڪيائين. *(ڪيمبرج هسٽري آف انڊيا، جلد چوٿون، ص 222-259)*

ميان نصير محمد جي گرفتاري اٽڪل روءِ 1675ع ڌاري ٿي آهي. جڏهن اورنگزيب اتر- اولهه انڊيا ۾ ڪيئي تڪرار نبيريا، ناراض اڳواڻن کي پرچايو ۽ قيد ٿيل ليڊرن کي آزاد ڪيو. تڏهن امڪان آهي ته 1680ع ڌاري ميان نصير محمد ڏانهن به صلح جو هٿ وڌايو ويو. 1681ع ڌائين کن قوتن جي مدد سان، هن (بادشاهه)، ميان نصير محمد سان به ٺاهه ڪيو ان تحت ميان نصير محمد کي نيم خودمختياري ملڻ سان گڏ حڪومت ڪرڻ لاءِ ڪجهه علائقا به ڏنا ويا ۽ ڪي وري فقيرن پاڻ همت ڪري هٿ ڪيا ويا. مطلب ته وچ سنڌ ۾ 1681ع ڌاري ميان نصير محمد جي حڪومت قائم ٿي ۽ ان جو تخت گاهه 'ڳاڙهي' شهر بنيو. جيئن مير علي شير قانع لکيو آهي ته، نوشهرو، مورو، لاڪاٽ، ساهتي پرڳڻو ۽ ڪي ٻيا علائقا، ميان نصير جي تابع ٿي ويا. هيءَ حاصلات ميان جي آزادي ۽ وطن واپسيءَ کان پوءِ جي آهي. مرڪزي شهر 'ڳاڙهي' جو احوال

ڏيندي لکيو ويو آهي تہ، هو پنهورن جي زمين ۾ اهڙي هنڌ، جنهن جي هڪ پاسي پاڻي ۽ ٻئي پاسي جبل هو. گهاري (ڳاڙهي) نالي شهر ٻڌي ويٺو ۽ پنهنجو اصلوڪو ڳوٺ 'هٽڙي' فوجو فقير ۽ ڪاڇو عنايت فقير کي ڏنائين. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 258-259)*

ميان نصير محمد هڪ مرشد طور ارڙهن سال گذاريا. 1681ع ۾ ڪيس حاڪميت ۾ حصو ملڻ ڪانپوءِ وارو عرصو سترهن سالن تي محيط آهي. ميان صاحب 1692ع ۾ وفات ڪئي، جنهن جي مزار 'ڳاڙهي' ۾ آهي، ان جي مٿان سادو قبو اڏيل آهي. جيتوڻيڪ ميان نصير محمد جي تحريڪ ۽ جدوجهد جو مرڪز اتر سنڌ هو، ان هوندي بہ هيٺينءَ سنڌ (لاڙ) ۾ بہ هن جي لاءِ وڏي عزت ۽ احترام هو. ميون شاهہ عنات رضوي (نصرپور)، شاهہ لطيف جو وڏو معاصر اهم ڪلاسيڪي سنڌي شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن پنهنجي شاعريءَ ۾ ميان نصير کي هيٺينءَ ريت ڳايو آهي:

نسرئو نصير، چانڊڪي ۾ چنڊ ٿي،
ڪاڇو ڪوڙي ۾ ڪري، ملي ويٺو مير،
دمامي جي دونس سان، ڦري ٿو فقير،
آهي هيءُ عنات چئي، سندو سنڌ همير،
سي وٺا هلي ڍاڍري، ڪٽي ڪرو ٽئون ڪير،
تن کي گڏيو ڪين گس تي، بدو نہ بدگير،
خاصي خاداباد منجهہ عطر ۽ عنبير،
ڄان ڄان ندي نير، تان تان طبل ٿنهنجي تجلو
*(ميين شاهہ عنات جو ڪلام، مقدمو، ص 50-51)*

**ميان دين محمد ڪلهوڙو:** ميان نصير جي وفات ڪانپوءِ، سن 1692ع ۾ سندس وڏو پٽ ميان دين محمد خاندان جو اڳواڻ ۽ نئين حڪومت جو سرواڻ بنيو. هن جي طاقت ۽ عزت وڏي تہ اصلوڪي دستور موجب، حاڪم ۽ زميندار سندس مخالفت تي ڪمرڪشي ٻيٺا. مير پنهور ۽ سبيءَ جو حاڪم مرزا خان پني، ميان جي سامهون ٿيا، پر ڪجهہ نہ ڪري سگهيا. بعد ۾ امير شيخ جهان (بادشاهي اهلڪار) ۽ مير پنهور گڏجي ڪلهوڙن کي مات ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. فيروز ويرڙ ساڻس مقابلو ڪيو. ڪلهوڙن جو لشڪر بہ 'ڳاڙهي' مان پهتو. سخت جنگ ٿي، جنهن ۾ امير شيخ جهان مارجي ويو. هڪ وڏيڪ مغل عملدار الهيار خان پڄي جند ڇڏائي. بعد ۾ قنبر خان بروهي بہ ڪلهوڙن تي ڪاهيو، پر ابتدائي سوڀن ڪانپوءِ مقامي اڳواڻ ميرڻ شاهہ سان صلح ڪري موٽي ويو. آخرڪار پنهور عاجز ٿيا ۽ اچي ميان دين محمد کي پيش پيا. ان دور ۾ سنڌو ماتر جي سموري علائقي جو وائسراءِ شهزادو معزالدين شهنشاهہ اورنگزيب جو پوٽو هو. سنڌ ۾ مغلن جي لاڳيتين شڪستن جو ٻڌي، معزالدين پنهنجي سِر سنڌ تي حملي جي تياري ڪئي. ميان دين محمد پنهنجي ننڍي ڀاءُ مير محمد کي ڪمڻ (ڪمل)، ۽ قاسم وڪيلن سان گڏ شهزادي جي خدمت ۾ موڪليو. ٻنهي ڌرين جي بکر ۾ ملاقات ٿي.

معاملا افهام ۽ تفهيم سان نبيريا. شهزادو واپس ملتان ۽ لاهور وڃڻ لڳو. شاهہ بهاري جي وڏي ڀاءُ مقصودي، ميان دين محمد کي اطلاع ڏيڻ بغير، شاهي فوج تي ماٺيلي وٽ حملو ڪيو. آسپاس جي ڳوٺن کي ڦرڻائين ۽ اچ ۾ قتل عام ڪيائين. معزالدين اها خبر ٻڌي اچي سيوهڻ پهتو. ميان دين محمد ان حالت ۾ پاسيرو ٿي ويو. مغلن جي لشڪر ڳاڙهي ۽ آسپاس جي علائقن کي ڇهہ مهينا ڦريو ۽ ناس ڪيو. آخرڪار ميان دين محمد صلح ڪري پيش پيو. ٻين ڪلهوڙن سردارن کي پڪڙڻ لاءِ، معزالدين مختلف طرفن ۾ لشڪر روانا ڪيا. نئن گاج جي ڪنارن سان زبردست لڙايون ٿيون، جن جي قيادت دين محمد جي وچئين ڀاءُ ميان يار محمد ڪئي. مغلن ۽ يار محمد جي لشڪر جي وچ ۾ اهڙي تہ جنگ لڳي، جو خون جون نديون وهي هليون. انساني خون ڪيترو وهيو، اُن جو اندازو ڪرڻ بہ مشڪل آهي. البت ڪلهوڙن جي طرف کان تاجو فقير، جادو فقير ۽ بختاور فقير اوٺوال جهڙا بهادر جنگ ڪندي ڪُسي ويا. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 260-261)* جڏهن تہ هندستان ۾ لکيل هڪ تاريخي ڪتاب ۾ اهل سنڌ پاران ڪيل ويڙهہ کي نمايان ڪندي، لکيو ويو آهي تہ ان جنگ ۾ مغلن جا بهادر سپاهي مثال طور: لطف علي خان، راجا سورج مل ۽ پهاڙ خان، ڪيترن ئي ساٿين سميت مارجي ويا. *(خافي خانس هسٽري آف عالمگير، ص 457)* روايتن موجب ميان يار محمد، وڏي ڀاءُ ميان دين محمد کي جنگ جاري رکڻ ۽ پيش نہ پوڻ جي صلاح ڏني هئي. پر دين محمد ڀاءُ جي صلاح تي عمل نہ ڪيو. شاهنواز خان لکي ٿو تہ، آخرڪار شهزادي قرآن مجيد وچ ۾ آڻي دين محمد ۽ سندس ٻن عزيزن کي گهرائي ورتو. مقابلو جاري هوندي بہ شهزادو معزالدين ٽنهي يرغمالين کي ملتان ڪٺي ويو، جتي کين قتل ڪيو ويو. *(ماثرالامراء، جلد اول، اردو ص 813)* شهزادي معزالدين سيوهڻ کان ڳاڙهي ۽ نئن گاج تائين، ڇهہ مهينا لڙايون ڪيون، پر پوءِ بہ ڪلهوڙن کان ڪٽي نہ سگهيو. وري بہ قرآن مجيد جو سهارو وٺي ميان دين محمد ۽ سندس ٻن عزيزن کي صلح جي بهاني گهرائي، ملتان وٺي وڃي قتل ڪيائين. ابتدا ۾ ميان آدم شاهہ کي 1600ع ڌاري ڦاسي ڏني وئي. بعد ۾ 1657ع ۾ ميان شاهہ عليءَ کي مقامي زميندارن ۽ عملدارن جي مدد سان مارايو ويو. ميان دين محمد ٽيون ڪلهوڙو اڳواڻ هو، جنهن کي مغلن 1700ع ۾ ملتان ۾ ڦاسي ڏني يا قتل ڪيو. پر پوءِ بہ ڪلهوڙن جي سنڌ کي حاصل ڪرڻ واري جدوجهد جاري رهي. ميان دين محمد کي ميان نصير محمد جي پرسان دفن ڪيو ويو. سندس مزار مٿان سادو قبو اڏيل آهي.

هتي اچي ڪلهوڙن جي شروعاتي حڪومتي دور جي پڄاڻي ٿئي ٿي. البت اهو نوٽ ڪرڻ گهرجي تہ ميين شاهہ عنات جي حالتن تي پوري نگاهہ هئي. هن شاعر ميان نصير وانگر ميان دين محمد جي قربانين جي بہ ساراهہ ڪئي آهي. ميان دين محمد جي خاتمي تي ڪلهوڙن جي جدوجهد جو دور پورو ٿيو.

ان ڪانپوءِ حقيقي معنيٰ ۾ ڪلهوڙا دور حڪومت شروع ٿيو.

## ڪلهوڙا حڪومت جو باقاعده قيام

**ميان يار محمد ڪلهوڙو:**

ميان يار محمد ڪلهوڙي جي حڪومت جو آغاز 1701ع کان ٿيو. ميان صاحب ڪل ارڙهن سال راڄ ڪيو جن مان نوَ سال تڪليفن ۾، البت آخري نوَ سال ڪي قدر آرام ۽ اطمينان سان گذاريائين. ميان يار محمد جي دور جي ڪجھ مکيه واقعن جو سرسري طور ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

جنهن وقت شهزادي معزالدين سنڌ ۾ تباهي مچائي، ۽ ميان دين محمد ڪلهوڙي کي گرفتار ڪري ملتان روانو ٿيو؛ ان وقت ميان يار محمد جبلن جا لَڪ ٽپي، رياست قلات (بلوچستان) جي حدن ۾ پهتو. بروهي مقابلي لاءِ سنڀري آيا. لڙائي هلندي اتفاقيه مير محراب خان (حاڪم قلات) مارجي ويو. نتيجي طور بروهين ميان يار محمد سان ان شرط تي صلح ڪيو ته سندس ٻه پٽ ميان نور محمد ڪلهوڙو ۽ ميان محمد خان ڪلهوڙو وٽن ضمانت طور رهايا. هي واقعو 1111ھ (1699ع) ۾ ٿي گذريو آهي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 262)* ياد رهي ته مير محراب خان ڪانپوءِ مير سمندر خان قلات جو والي ٿيو. ميان يار محمد ٻه سال قلات ۾ وڏي تڪليف ۾ گذاريا. اڪثر مريد خادم ڪانئس پاسيرا ٿي ويا. سندس غير موجودگيءَ سبب سبيءَ جي پناڻ حاڪم بختاور خان (پٽ مرزا خان) يار محمد ڪلهوڙي جي علائقن تي قبضو ڪري ورتو، جي اڳ ۾ ميان دين محمد جي حاڪميت ۾ هئا.

ميان يار محمد ٻن سالن ڪانپوءِ سنڌ وطن ڏي موٽ ڪاڏي. همعصر مؤرخ مير علي شير قانع صورتحال جو نقشو هن ريت چٽيو آهي. سن 1113ھ (1701ع) ۾ ميان يار محمد، راڄي فقير ۽ سرائي لشڪر جي اچڻ تي، مريدن کان بيعت وٺي، التماس خان بروهيءَ کي مدد ۾ ڪٺي پنهنجي موروثي زمين ڏانهن رخ رکيو. پهريائين زيديءَ کان لنگهي، منزل ڪندا منڇر ڍنڍ جي ڪناري تي هنڙي تعلقي جي نيتڪ ۽ ساوه ڳوٺن ۾ پهتا. جن کي زالون ساڻ هيون، سي اتي رهجي ويا، پاڻ اڳتي وڌي پهريائين قيصر پنهور کان سامتاڻي وٺي، پوءِ ڳاهن ۾ اچي چانوٽي هنيائين. تنهن ڪانپوءِ پنهنجي ڀاءُ مير محمد کي سرائي سردارن سان اڳتي موڪليائين. جنهن وڃي مارڪپور ۽ ڳاهي جمشيد تي قبضو ڪري، فتحپور جو قلعو ڇڏايو هن فتح ڪانپوءِ ميان يار محمد پاڻ به اچي سرائين سان مليو *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 262)* هتي التماس خان بروهيءَ جو ذڪر ٿيو آهي، جو ڪلهوڙن جي مدد لاءِ قلات کان سنڌ ۾ آيو. جڏهن ميان جو بخت زور ڏنائين، تڏهن ائين چئي قلات واپس وريو ته اوهان کي منهنجي مدد جي ضرورت ناهي. ميان يار محمد پاڻ ۾ طاقت ۽ مريدن ۾ ڀروسو ڏٺو تڏهن ئي ته وطن موٽيو اهڙيءَ حالت ۾ التماس خان جي هاڻي ڪيس ضرورت نه رهي هئي.

ميان يار محمد جي هنن ابتدائي سوڀن ڪانپوءِ ٽڙي پکڙي ويل مريد اچي گڏ ٿيا، ۽ ميان صاحب گڳيرو فتح ڪري، پنهورن جي گادي شڪارپور جو نالو ڦيرائي 'خداآباد' نالو رکي، اتي رهڻ لڳو. ڳاڙهي، ڪنڊيارو (ساهتي) ۽ ڪي ٻيا علائقا طاقت جي زور تي هٿ ڪيائين. لاڙڪاڻو بختاور خان جي ڀاءُ الهه بخش کان کسي ورتائين. هي حالتون ڏسي بختاور خان وري معزالدين شهزادي کي مدد لاءِ پڪاريو. مغلن جي لشڪر يار محمد تي حملي لاءِ، بختاور خان جي علائقي مان گذرڻ جو فيصلو ڪيو. جيڪا ڳالهه پناڻ حاڪم کي پسند نه آئي. جڏهن شهزادو، بختاور خان جي علائقي ۾ پهتو ته ڪيس روڪڻ جي ڪوشش ڪيائين ۽ مقابلي ۾ مارجي ويو *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 263)* فطري طور تي هن حادثي سبب، ميان يار محمد کي اطمينان ٿيو هوندو ته، سندس هڪ دشمن گهٽجي ويو.

شهزادو هن واقعي ڪانپوءِ بکر (سکر) پهتو. ميان يار محمد موقعي جو فائدو وٺي شهزادي جي خدمت ۾ وڪيل موڪليا. ان ڪري مغلن جي يار محمد طرف پاليسي تبديل ٿي ۽ وڪيلن جي اچڻ تي ٻئي طرف هڪ ٻئي کي برداشت ڪرڻ لاءِ راضي ٿي ويا. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 263)* ان دور ۾ بولان لَڪ جي حفاظت مغلن جي لاءِ وڏو مٿي جو سور هو. شهزادي بکر مان فرمان جاري ڪيو ته غازي خان دودائي سبي لَڪ (بولان) جي سنڀال ڪري. هو ناڪام ٿيو ته علائقو بختاور خان جي ڀاءُ الهه بخش کي ڏنو ويو. ان ڪانپوءِ اسلام خان نهار ۽ قائم خان نهار کي بولان لَڪ جي ذميداري ملي، پر ذميداري نڀائڻ ۾ ناڪام ٿيا. آخرڪار شهزادو ان نتيجي تي پهتو ته، هيءَ ذميداري نڀائڻ لاءِ ميان يار محمد موزون حاڪم ٿيندو. ان ڪري يار محمد جي نالي فرمان جاري ٿيو ۽ خواهش ظاهر ڪيائين ته يار محمد سان ملڻ جي تمنا رکون ٿا. ميان صاحب ان مقصد لاءِ درٻيلي پهتو ته اهڙو حڪم منسوخ ڪيو ويو. خواجه حسين خان ڪجھ فرمان ڪڻي ميان سان ملڻ لاءِ روانو ٿيو. بولان لڪ جي حفاظت ميان جي حوالي ٿي. ميان يار محمد کي مغل شهنشاهه آخرڪار هن علائقي جي حاڪميت ڏئي ڪيس 'خدايار خان' جو خطاب ڏنو.

ڪلهوڙن کي جيڪي علائقا هٿ آيا، تن جو ذڪر اڳ ٿي چڪو آهي. البت شهزادو معزالدين، سنڌ ۾ قائم نئين مقامي حڪومت کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ، مير امين الدين اميرخانيءَ کي خانپور ۽ شڪارپور دائودپوٽن کي ڏئي، بکر کان ملتان روانو ٿيو. اهڙيءَ ريت سيوهڻ غلام محمد سَڪائيءَ کي ڏئي، شهزادو معزالدين غازي خان جي پٽ شاهه محمد جي مهم کي منهن ڏيڻ لاءِ ديري غازي خان (؟) پهتو، پر ڪيس ناڪامي ٿي، پر مير شهداد ٽالپر وڃي شاهه محمد جو ڪم پورو ڪيو. جنهن تي شهزادو ڏاڍو خوش ٿيو. ٽالپرن کي پٽ باران جي جاگير ملي. خود مغل حڪمران، ڪلهوڙن مان وڌيڪ مطمئن ٿيا. جيڪي شهزادا قلات ۾ هئا، سي پڻ خيريت سان اچي 'خداآباد' ۾ پهتا. بعد ۾ بولان لڪ (سبي، گنجابي ۽ ڍاڍر) جي حفاظت به ڪلهوڙن کي ملي. دائودپوٽا مخالفت ۾ آيا، پر شڪست کائي، هميشه لاءِ پيش پيا. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 264)*

ڪجهه واقعن جي نئين تحقيق جي روشنيءَ ۾، تشريح ۽ وضاحت ڪرڻ لازمي آهي:

ميان يار محمد جڏهن قلات ۾ پناهه گزين ٿيو هو، تڏهن ڪيس ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پيا هئا. بروهين ميان ۽ سندن ٻچن کي سخت تڪليفون ڏنيون. جڏهن يار محمد وطن موٽي آيو ۽ مغلن سان معاملا طئه ٿي ويا، تڏهن به ميان جو خاندان قلات ۾ يرغمال بنيو رهيو. ميان يار محمد ذاتي ڪوششون ورتيون، پر ڪيس ناڪامي ٿي. جڏهن مغلن ان ڏس ۾ مداخلت ڪئي، تڏهن وڃي يار محمد جو يرغمالي ڪٽنب آزاد ٿي سنڌ پهتو هو. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد ٻيون، سنڌي، ص 202-203)*

جڏهن ميان يار محمد کي مغلن پاران شاهي منصب مليو، تڏهن ڪان دائودپوٽن کي سخت تڪليف پهتي هئي. حالانڪ ڪلهوڙا ۽ دائودپوٽا، پاڻ ۾ عزيز هئا ۽ سندن رت توڙي وڏو ڏاڏو هڪ هئا. ڪلهوڙن جي ڪاميابيءَ کي جيڪڏهن دائودپوٽا پنهنجي ڪاميابي سمجهي، هڪ پليٽفارم تي گڏ ٿين ها، ته اهي هڪ وڏي طاقت ٿي اڀرن ها، پر افسوس ته ائين نه ٿيو. ان ڏس ۾ مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي ته، معزالدين جڏهن بکر ۾ هو تڏهن شڪارپور دائودپوٽن کي ڏيندو ويو. ٻنهي ڌرين ۾ فتني جي باهه نئين سر ڀڙڪو کاڌو. ٻنهي ڌرين ۾ جنگ ڪڏهن ٿي ان بابت گهٽ ڄاڻ ملي ٿي. ڪلهوڙن ۽ دائودپوٽن ۾ ڇهه ڏينهن جنگ هلي. هڪ مؤرخ لکي ٿو، لاشن جا ڍير لڳي ويا. خون جون نديون وهي هليون. ڪيترن ماڻهن جون حياتيون ختم ٿي ويون. سنجر خان، هوت خان فيروزاڻي، بخشي خان، مڏو خان ۽ دلاور خان هالاڻي، بندوقون کڻي اهڙي ته شان سان لڙيا، جو آسمان مان سندن بهادريءَ تي تحسين جا آواز اچڻ لڳا." *(تاريخ سنڌ. ڪلهوڙا دور، جلد ٻيون، سنڌي، ص 237)* بعد ۾ امير محمد مبارڪ خان همت ڪري ميان يار محمد کي صلح جو پيغام موڪيو. جڏهن صلح ٿي ويو ته هڪٻئي جا علائقا ۽ حدون به مقرر ڪيون ويون. اڳ ۾ قلات ۽ سنڌ جي جهيڙي جو ذڪر ٿي چڪو آهي. غلام رسول مهر هن عنوان تي مفصّل روشني وڌي آهي. ٻنهي ڌرين ۾ جهيڙي جو سبب، قلات ۾ ميان يار محمد جي اهل اولاد جي يرغمالي هئي. هي مسئلو پوءِ مغل شاهي مداخلت ڪانپوءِ حل ٿيو هو ڇيو مڪيه سبب هي هو ته مغلن نهايت مجبوريءَ جي حالت ۾، بولان لڪ جي حفاظت ۽ ذميداري، ڪلهوڙن جي حوالي ڪئي. ان ريت سبي، گنجابي ۽ ڍاڍر جا علائقا، ميان يار محمد کي مليا. ميان صاحب بهتر انداز ۾ اتي جو بندوبست رکيو، امن امان کي بحال ڪيو ۽ لُچ لوفر تي ضابطو آندو. هيءَ حوالگي قلات جي خانن کي راس نه آئي ۽ سندن سنڌ جي حاڪمن سان دشمني ويتر وڌي وئي. يار محمد هڪ خط ۾ لکي ٿو ته، سمندر خان جي دل ۾ حسد جي باهه ڀڙڪي اٿي، عداوت جو بهانو ڳوليندي، پيغام موڪليائين ته جيڪڏهن سمورين عطا ٿيل جاگيرن مان گنجابي کي ڇڏي ڏين ته پنهنجو صلح قائم رهندو، ٻيءَ صورت ۾ جنگ لاءِ تيار ٿي وڃ. *(تاريخ سنڌ. ڪلهوڙا دور، جلد ٻيون، سنڌي، ص 197)*

ميان يار محمد ۽ مغلن ۾ باقاعدي هڪ معاهدو ٿيو ان ڪانپوءِ ڪيس شاهي مڃتا ملي. معاهدي جا شرط هي هئا:

- سرحدي لڪن جي حفاظت ڪئي ويندي.
- ملتان ۽ ٺٽي جي نوابن جي ضرورت وقت فوجي مدد ڪئي ويندي.
- رستن جي سلامتي يقيني بنائي ويندي.
- رعيت جي خوشحاليءَ لاءِ قدم کنيا ويندا.
- ايران جون خبرون مرڪز ۾ پهچايون وينديون. *(ڪلهوڙا دور حڪومت، ص 117)*

ڪلهوڙن معاهدي جي هر شرط جي پاسداري ڪئي. سرحدي (بولان لڪ) لڪن جي حفاظت ڪئي. سن 1707ع ۾ مغلن جي شهنشاهت جو آخري طاقتور بادشاهه اورنگزيب دکن ۾ وفات ڪري ويو. ان پسمنظر ۾ خود ڪلهوڙن يا سنڌ تان هڪ وڏو بار لهي ويو. جيتوڻيڪ بروهين هنن علائقن ۾، ڪلهوڙن کي ناڪام ڪرڻ لاءِ 1708ع ۾ فساد ڪرايا، پر ڪلهوڙن ڪين سختيءَ سان ڇيڀاڙيو قبضي ۾ آيل علائقن ۾ امن امان قائم ڪيو ۽ واهه کوٽايا. ان ريت هڪ زرعي انقلاب جي ابتدا ٿي. ميان يار محمد هڪ طاقتور فوجي حڪمران طور نروار ٿيو. 1709ع ۾ ٺٽي صوبي ۾ نومڙين مسئلا پيدا ڪيا. ٺٽي جي گورنر سعيد خان عر خان فوجي مدد لاءِ، يار محمد کي اپيل ڪئي. هندستان مان ايراني شاعر امتياز خان خالص، سن 1710ع ۾ سنڌ مان گذريو ونس وڏي رقم هئي. روايتن موجب ميان جي حڪم تي رقم جي لالچ ۾ ڪيس قتل ڪيو ويو. ليڪن غلام رسول مهر هن ڳالهه کي تسليم نه ٿو ڪري. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد ٻيون، سنڌي، ص 237)* جيتوڻيڪ مير علي شير قانع لکيو آهي ته يار محمد ڪل ارڙهن سال حڪومت ڪئي، جنهن مان سندس نوَ سال تڪليف ۽ جدوجهد ۾ گذريا. البت آخري نوَ سال پرامن گذريا. اهو سچ آهي، پر ميان يار محمد جي حياتيءَ ۽ حڪومت جي ٻنهه آخري زماني ۾، صوفي شاهه عنايت لانگاهه جي شهادت جو ڏکوئيندڙ واقعو پيش آيو ٺٽي صوبي جي حدن ۾ مغل نواب اعظم خان جي دور ۾، ميران پور جهوڪ ۾ شاهه عنايت پيري مريديءَ ۾ سرخرو ٿي ابريو هو. ان ڪري مقامي پيرن ۽ زميندارن ۾ بي آرامي پکڙي ۽ معاملو وڌي وڃي ٺٽي ۽ دهليءَ جي حاڪمن تائين پهتو آخرڪار شاهه عنايت جي مريدن ۽ سرڪاري لشڪر ۾ دنگل ٿيا. صوفي صاحب کي قيد ڪري ٺٽي کڻي ويا، جتي هي فقير شهادت جي درجي کي پهتو هي واقعو 1718ع ۾ پيش آيو مٿي يار محمد ۽ مغلن ۾ ٿيل معاهدي جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ان پوئواريءَ ۾ هن دنگل ۾ ڪلهوڙن جو لشڪر به شامل هو. *(ڪلهوڙا دور حڪومت، ص 119-120)*

[صوفي شاهه عنايت جهوڪ واري جي شهادت جو واقعو ڪلهوڙن جي پيشانيءَ تي داغ آهي. هنن مغل سلطنت کان سنڌ آجي ڪرائڻ جون جيڪي ڪوششون ڪيون، انهن ۾ جيڪڏهن ڪلهوڙا حاڪم شاهه عنايت جي عوامي طاقت کي به پاڻ سان گڏ کڻن ها ته محمد ابراهيم جويي جي لکڻ موجب *(حوالو: 'شاهه سچل سامي')* ڪلهوڙا

20 سال اڳ سنڌ آزاد ڪري ورتي ها. پر ڪلهوڙن هن درويش صفت، هارين جي همدرد کي ڪا اهميت نه ڏني ۽ مقامي زميندارن حمل جت، نور محمد پليجي، سيد عبدالواسع شاهه سان گڏجي مغلن جو ڪمدار ۽ نمڪ خوار بڻجي، شاهه عنايت ۽ سندس ساٿين جي شهادت واري واقعي جو حصو بڻجي، هميشه لاءِ لعنتاڻي جو گهانگهو ڳچيءَ ۾ وڌائون.]

ميان يار محمد 14 سيپٽمبر 1719ع تي ارڙهن سالن جي راڄ ڪانپوءِ هيءَ فاني جهان ڇڏيو. هن کي گاديءَ واري شهر 'خداآباد' ۾ دفن ڪيو ويو. هن وقت به اتي به تاريخي يادگار موجود آهن: ميان يار محمد جو مقبرو ۽ جامع مسجد. هينري ڪزنس هنهي يادگارن جي وڏي تعريف ڪئي آهي: جامع مسجد ۾ سهڻيون ڪاشيءَ جون سِرون لڳل هيون، جي جاهلن اکيڙي پٽي مسجد جي سونهن خراب ڪئي آهي. ڪاشي ايڏي ته عمدي نموني جي ٺاهي وئي، جنهن جو مثال سڄيءَ سنڌ ۾ شايد ئي ملي. مقبري جي خاصيت هي آهي ته اهو پيڙهه ۾ ڏاڍو موڪرو آهي. هن جي سڄي مهاڙي ڪاشيءَ جي رنگين سرن سان سهڻي نموني سينگاريل آهي. *(سنڌ جا قديم آثار، سنڌي ترجمو، ص 283)* جنهن وقت يار محمد ڪلهوڙي وفات ڪئي، ان وقت مغل دور جي سموري بکر ڊويزن، سيوهڻ ۽ سبي، ڏاڍر ۽ گنجابي تائين وارا سڀ علائقا ڪلهوڙن جي حاڪميت هيٺ هئا. ان ڪانسواءِ ٺٽي صوبي جا به ڪي ٽڪرا، ميان يار محمد کي ملي چڪا هئا. ميان صاحب ارڙهن سالن جي حڪومتي دور ۾، امن امان کي وڌ کان وڌ اهميت ڏني. هڪ مؤرخ لکيو آهي ته، امن امان انهيءَ حد تائين پهتل آهي، جو سموري خلق پنهنجن ڪمن ڪارين ۾ لڳي پئي آهي، ۽ رستن جي امن جي هيءَ ڪيفيت آهي، جو ڪو به ماڻهو اڪيلو، اونداهيءَ جي رات ۾، جيترو به سامان کڻي ويندو هجي، ۽ جتي به سندس دل گهري، بنا ڪنهن خوف ۽ خطري جي پهچي وڃي ٿو. *(تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، جلد پهريون، سنڌي، ص 294)*

[اها راءِ لکندي، فاضل مؤرخ جي ضمير کي، يار محمد ڪلهوڙي جي مغل شاهيءَ جي ڇٽيءَ هيٺ ڪيل حڪمرانيءَ دوران سندن حڪم تي شاهه عنايت جي شهادت وارو ڪرايل واقعو ڇهنڊڙي به نه ٿو هٽي. جنهن هڪ واقعي ڪلهوڙي حاڪم جي ڪردار کي داغدار بنائي ڇڏيو آهي.]

**ميان نور محمد ڪلهوڙو:** غلام رسول مهر موجب ميان يار محمد کي پنج پٽ هئا. البت هيءَ راءِ آهي ته سنڌ جي هن حاڪم کي ست پٽ هئا. ميان صاحب جي وفات ڪانپوءِ، سندس وڏو پٽ ميان نور محمد پنهنجي علائقي جو حاڪم ٿيو. سندس حڪومت سنڀالڻ جو سن نومبر 1719ع چيو وڃي ٿو. سندس ڀاءُ ميان دائود، سندس حاڪم بڻجڻ جي مخالفت ڪئي. ڪي چون ٿا ته مخالفت جو اهو سلسلو ٽي سال هليو. پر عام راءِ موجب ٽن مهينن ۾ قصو ختم ٿي ويو. هڪ موقعي تي هنهي ڌرين ۾ مختصر جهڙپون به ٿيون. ڪجهه وقت جهڙپن ڪانپوءِ دائود، ميان نور محمد خان جو فرمانبردار بڻجي ويو. بهادريءَ جي لحاظ کان انهيءَ دور ۾ هو پنهنجو مٽ پاڻ هو. *(مقالات الشعراء، ص 421)* ميان نور محمد کي به مختلف موقعن تي انهن ئي مخالفن سان واسطو پيو، جن سان ميان يار محمد کي منهن مقابل ٿيڻو پيو هو ان دور ۾ مغليه سلطنت ۾ خون خرابو جاري هو. بهادر شاهه ظفر (اول)، جهاندار شاهه، فرخ سير، رفيع الدرجات ۽ رفيع الدوله، بادشاهيءَ لاءِ وڙهندا، مرندا ۽ ماريندا رهيا. آخرڪار 1719ع ۾ محمد شاهه (جنهن کي رنگيلو به سڏيندا هئا) دهليءَ جي تخت تي براجمان ٿيو سنڌ ۾ يار محمد ڪلهوڙي ڪانپوءِ پٽس نور محمد ڪلهوڙو تخت نشين ٿيو جڏهن هيءَ خبر دهلي پهتي، تڏهن ميان نور محمد والد جي ڪيل واعدن جي پاسداريءَ جو ڪين يقين ڏياريو. ان ڪانپوءِ نور محمد کي به 'خدايار خان' جو لقب مليو ۽ ساڳين علائقن جي حڪومت به سندس حوالي ٿي.

آهستي آهستي ڪلهوڙن جي مخالف طاقتن ڪَر کنيو ۽ هن ڏس ۾ ابتدا ۾ دائودپوٽا مخالفت ۾ سامهون آيا. مير علي شير قانع، ان ڏس ۾ مناسب ڇاڻ فراهم ڪئي آهي: دائودپوٽا لڙائيءَ لاءِ تيار ٿيا. ملا جيئندو ابڙو جهيڙي جي لپيٽ ۾ آيو. مير عبدالواسع خان شڪارپور ۽ خانپور جي آسپاس حاوي هو. ان تي به مصيبت ڪڙڪي. آخرڪار مجبور ٿي شڪارپور جي قلعي کي گهيرو ڪيو ويو. جنگ هلندي دائودپوٽا تنگ ٿي پيش پيا. هي واقعو 1722ع جو آهي. زمين ۽ مختلف علائقن جي تقسيم ۽ حوالگي ڪري، ميان نور محمد امن امان قائم ڪري مطمئن ٿي ويو. ڇئن سالن ڪانپوءِ سن 1726ع ۾، دائودپوٽا ٻيهر جنگ لاءِ تيار ٿيا. ميان نور محمد حالتن جو جائزو ورتو ۽ همت سان مقابلي جو فيصلو ڪيو. فيصلو هي ٿيو ته مخالفن کي سخت کان سخت سيڪت ڏجي. دائودپوٽا ليڊر، فوج وٺي وڃي دبلي (دهلي؟) ٻيٽ ۾ پهتا. سخت لڙايون ٿيون. هنهي ڌرين جو نقصان ٿيو. پر دائودپوٽا ڳري نقصان هيٺ آيا. نيٺ ڪي سيد وچ ۾ پيا. هنهي ڌرين ۾ جنگ بندي ۽ صلح ٿيو. دائودپوٽا شڪارپور کي ڇڏي ٽڙي پکڙي ويا. ڪي ته ملتان تائين لڏپلاڻ ڪري ويا. ٻن سالن ڪانپوءِ ڪي اچي پيش پيا ۽ صلح جي درخواست ڪيائون. ميان نور محمد ڪين معافي ڏيندي، گذرسفر جا وسيلا مهيا ڪرڻ جو به تاڪيد ڪيو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 265-266)*

ان ڪانپوءِ بروهي- ڪلهوڙا تڪرار ڪر کنيو. ميان يار محمد جي دور ۾ به هنهي ڌرين ۾ دنگل ٿيو هو جهيڙي جو مکيه سبب ڪلهوڙن کي بولان لڪ جا علائقا ملڻ هو. سبي، ڏاڍر ۽ گنجابي کان وٺندي ديري غازي خان تائين وارن پرڳڻن کي قلات جو والي پنهنجي ملڪيت سمجهي رهيو هو. سن 1729ع ۾ مراد ڪليري عرف گنجو، سبيءَ تي مقرر ٿيو هن لاشارين، رندن، مگسين، بليدين، ماچين ۽ ٻين قبيلن جي سردارن کي ڪلهوڙن جي بالادستي قبول ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو. 1730ع ڌاري ميان نور محمد پاڻ حملو ڪري کي علائقا هٿ ڪيا. ان کان ڪجهه اڳ مراد ڪليري ۽ شهباز ڪوهستان يعني مير عبدالله خان ۾ تصادم ٿيو ميان جي لشڪر اڳتي وڌي، اسماعيل بروهيءَ کي شڪست ڏني، ڪاڪڙ بروهيءَ کي قتل ڪيو هن واقعي 'شهباز ڪوهستان' کي لوڏي ڇڏيو نيٺ مير عبدالله خان به نياڻيون ميان جي صاحبزادن کي نڪاح ۾ ڏئي صلح ڪيو. 1731ع ۾ بروهين واعدي جي ڀڃڪڙي

سنڌ ۾ ڪلهوڙا دور حڪومت

ڪنڌي فريدآباد جي پر واري ڪاڇي کي ڦريو. انتقام جي آڳ ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙو پاڻ لاڙڪاڻي پهتو ۽ لشڪر کي حڪم ڏنائين ته جذبهر پهچو. جتي مير عبدالله خان لشڪر گڏ ڪيو هو. زبردست لڙائي ٿي، جنهن ۾ عبدالله خان مارجي ويو ۽ هميشه لاءِ بروهين جو زور ٽٽي پيو. 1732ع ۾ محمد مراد ياب خان 'ڪهيارو' وڃي مير عبدالله جي سؤٽ مير مراد علي جي ڌيءَ سان شادي ڪئي. 1733ع ۾ شهزادو خداداد خان به هنن ماڻهن مان شادي ڪري سرخرو ٿيو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 266- 267)* غلام رسول مهر حالات جي مفصل بحث هيٺ آندو آهي. هن جي لکت موجب بروهين بار بار صلح ڪري ان جي نفي ڪئي. ڪيئي پيرا واعدن جي ڀڃڪڙي ڪندي، بروهي لشڪر (خان آف قلات) سنڌ جي حدن ۾ ڪاهي آيو. ڌاڙمڙسي، ڦرلٽ ۽ قتل عام، هن جو شيوو بڻجي ويو. اهڙين حالتن ۾ ميان نور محمد هيو پلا چا ٿي ڪري سگهيو. غلام رسول مهر ڏرين ۾ ٿيل مختلف جنگين جا تفصيل به ڏنا آهن. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد پهريون، سنڌي، باب اٺاويهون)* سيد مير محمد بلگرامي ان وقت سنڌ ۾ دهلي دربار جو واقع نويس موجود هو. هن روزنامچي جي طرز تي 'تبصرة الناظرين' نالي ڪتاب لکيو. راشدي مرحوم پنهنجي ايڊٽ ڪيل ڪتاب 'منشور الوصيت ودستور الحڪومت' ۾ سيد مير محمد جي ڪتاب مان ڪي ٽڪرا ڏنا آهن. ٻين واقعن کان علاوه ڪلهوڙن جي بروهين سان ٿيل شادين جو ذڪر به سيد صاحب ڪيو آهي. هن سال يعني 1732ع ۾ محمد مراد ياب خان جي شادي، مراد علي خان بروهيءَ جي نياڻيءَ سان ٿي. مراد علي خان بروهي، مير عبدالله خان واليءِ قلات جو سوٽ هو. ورندڙ سال يعني 1733ع ۾ خداداد خان، ميان نور محمد جي وچئين پٽ جي شادي عبدالله خان بروهي رئيس قلات جي نياڻيءَ سان ٿي گذري. *(منشور الوصيت، سنڌي، ص 97)* ان ريت 'تحفة الڪرام' جي لکت جي تائيد ۽ تصديق ٿئي ٿي. اهڙين سوين کانپوءِ ميان نور محمد ڪلهوڙي کي، شاهي دربار مان 'ثابت جنگ' خطاب، پنج هزاري منصب ۽ نوبت جو عطيو مليو. ڪلهوڙن حاڪمن مان هي پهريون حڪمران هو. جنهن کي ايڏو وڏو شاهي اعزاز مليو هو.

ايڏيءَ وڏيءَ سوڀ ۽ حاصلات کانپوءِ، ڪهڙن جي مخدوم عبدالرحمان ۽ مسجد ۾ نماز پڙهندڙن جي شهادت جو واقعو پيش آيو. جنهن جو داغ ميان نور محمد ڪلهوڙي تان اڄ تائين ڌوپي نه سگهيو آهي. ساڳيءَ طرح ان کان اڳ شاهه عنايت ۽ ساٿين جي شهادت جو ڏوهه يار محمد ڪلهوڙي سان گڏ سندس پٽ نور محمد ڪلهوڙي جي ڪاتي ۾، سنڌ جي تاريخ ۾ ڳڻيو ويندو.

هي واقعو ميان نور محمد جي وقت ۾ ڪهڙا شهر ۾ پيش آيو. ڪهڙن جا مخدوم پڻ ڪجهه مؤرخن جي نظر ۾، سنڌ جي حاڪمن وانگي عباسي ڪلهوڙا هئا. مخدوم عبدالرحمان ۽ ميان نور محمد ۾ ملاقاتون به ٿينديون رهيون هيون، ۽ ٻنهي ۾ خوشگوار لاڳاپا به قائم هئا.

مير علي شير قانع هن واقعي بابت صرف ايترو لکيو آهي ته، هو (مخدوم عبدالرحمان) امر و نهيءَ جو ڏاڍو پابند هو دين جي فيصلن ۾ ڏاڍي ڪوشش ڪندو هو. سنت طريقي جي جاري ڪرڻ ۾ تمام مبالغو ڪندو هو. هڪ وڏي جماعت سندس اشاري تي هلندي هئي. آخر هڪ هدايت واريءَ جماعت سان اسلام جي حمايت ۾، مسجد اندر نماز پڙهائيندي شهيد ٿيو ۽ دفن ڪيو ويو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 336- 337)* هي واقعو 1732ع ۾ پيش آيو. ڪلهوڙن جي تاريخ لکندڙ مولانا غلام رسول مهر به هن عنوان تي قلم کنيو ۽ مفصّل بحث ڪيو. سندس راءِ موجب مخدوم عبدالرحمان ۽ ميان نور محمد ۾ خوشگوار تعلقات قائم هئا، پر ڪنهن انتظامي مجبوريءَ سبب هي واقعو پيش آيو. ڪهڙن جي مخدومن جا افغان بادشاهن سان به خاص لاڳاپا هئا. اڄ به سندس خاندان وٽ انهن جا فرمان ۽ دستاويز موجود آهن. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد پهريون، سنڌي، باب اٺتيهون)*

[مؤرخن سنڌ جي تاريخ لکندي حقيقت کان جنهن نموني منهن موڙ ڪئي آهي، ان سنڌ جي تاريخ جو چهرو مسخ ڪري ڇڏيو آهي. اصل حقيقت اها آهي ته روهڙيءَ جي مسڪين ماڻهن جي حق ۾ مخدوم عبدالرحمان نور محمد ڪلهوڙي کي منهن تي اهڙا حق تي مبني ڳرا لفظ چيا هئا، جن کي بهانو بڻائي، نور محمد ڪلهوڙي جي درباري ناظمن، مخدوم عبدالرحمان خلاف ماحول تيار ڪري، ڪيس مڃرائي، هي واقعو عمل ۾ آڻايو هو. جنهن ۾ نماز پڙهندي مخدوم صاحب سان گڏ 222 بيگناهه ماڻهو شهيد ڪيا ويا هئا.]

پنج سال پوءِ 1737ع (1150هه) ميان نور محمد کي هڪ غير معمولي ڪاميابي حاصل ٿي. [ياد رهي ته 1566ع ۾ ارغونن ۽ ترخانن سنڌ ملڪ کي تقسيم ڪيو. ٺٽي جو علائقو (هيٺين سنڌ) ترخانن جي حاڪميت ۾ آيو. جڏهن ته بکر جو ملڪ (اتر سنڌ) سلطان محمود کي مليو. هندستان جي مغل شهنشاهن به، پهريان بکر تي قبضو ڪيو ۽ ڪجهه سال پوءِ ٺٽي کي فتح ڪيائون. مغلن سنڌ کي صوبي جو درجو نه ڏنو. البت بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽي تي جدا جدا صوبيدار (گورنر) يا فوجدار موڪلي حڪومت ڪيائون. ان ڪري ملڪ سنڌ پوٽا به صديون پنهنجي اصلوڪي جاگرافيءَ حالت کان محروم رهيو.] 1737ع (1150هه) ۾ ٺٽي جي آخري مغل نواب صادق علي خان، مرڪز (دهلي) کي اطلاع ڏنو ته، هي ملڪ وڌيڪ اسان جي حڪمرانيءَ جي لائق نه رهيو آهي. ان ڪري بهتر ٿيندو ته مغل سرڪار ملڪ کي آجو ڪري. ان وقت دهليءَ ۾ مقيم سنڌ جي سفير کي طلب ڪري، ڪلهوڙن جي لاءِ ٺٽي جي حاڪميت جو پروانو ڏنو ويو.

قانع لکي ٿو ته، سن 1150هه ۾ ٺٽو پڻ قبضي ۾ آيو ۽ اتي جي نائبيءَ جو شرف شيخ غلام محمد کي نصيب ٿيو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 267)* وڌيڪ لکي ٿو ته، تنهنڪري صادق علي خان اجاري ۾ ڪوٽ ڏسي، ملڪ مٿئين خدايار خان (ميان نور محمد) جي وڪيل (سفير) شيخ غلام محمد ولد شيخ عزيزالله جي حوالي ڪيو. انهيءَ وقت کان وٺي، هندستاني حاڪمن جي

حڪومت ئي مان ختم ٿي وئي، ۽ هميشه لاءِ عباسي گهراڻو بکر، سيوستان ۽ ٺٽي جي حڪومت تي سرفراز ٿيو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، 253- 254)*

خاطري آهي ته نه رڳو ميان نور محمد، پر سڄيءَ سنڌ لاءِ هي موقعو خوشي، اطمينان ۽ جشن وانگر هو. صدين بعد سموري سنڌ متحد ٿي، ۽ ان جي جاگرافيائي وحدت بحال ٿي. پٺاڻ ان موقعي کي ساراهيندي، ميان نور محمد کي سموري ملڪ سنڌ جي واحد حڪمران جي مڃتا ڏني آهي، ۽ لکيو آهي ته نور محمد ايترو ته مضبوط حاڪم ٿي چڪو هو، جنهن قلات جي خان مير عبدالله کي به قتل ڪري ڇڏيو. *(هسٽاريڪل جاگرافي آف سنڌ، ص 137)*

ليڪن لاڙ ۾ ڪجهه طاقتور رئيسن کي هيءَ تبديلي پسند نه آئي، ڇو ته اهي ڏارين جي راڄ ۾ اڌ آزاد رياستون قائم ڪري، خود انهن علائقن جا مالڪ بڻجي چڪا هئا. ان حالت ۾ ميان نور محمد وڏي پٽ مراداياب خان کي 1739ع ۾ ٺٽي موڪليو ته، هو اتي پهچي معاملن کي ڏسي ۽ حل ڪري. همعصر مؤرخ مير علي شير قانع لکي ٿو ته، هو 1151هه جي ذوالقعد مهيني جي آخر ۾ ٺٽي پهتو، ته ڏاراجا جو حاڪم راڻو اجمال ۽ ڪڪرالي جو جام ساٽس ڇيڙڇاڙ ڪرڻ لڳا، ۽ ساموندي آرماڙ مني درياهه ۾ وٺي آيا. جنهنڪري پاڻيءَ توڙي خشڪيءَ تي ڪيئي جنگيون ۽ ڇڪريون لڳيون. سنڌن جهازن، ٺٽي جي گهاٽ وٽ پهچي نصرپور تائين ٻنهي ڪپن تي قرلٽ ڪئي. آخر جڏهن هن پاسي کان توبون آڻي ڪناري تي بيهاري ڇوڙيائون، تڏهن شڪست کائي موٽي ويا. پر ڪلهوڙن جي فوج پيڇو ڪري ٻنهي کي زبردستيءَ آڻ مڃائي. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 267- 268)*

ميان يار محمد ۽ ميان نور محمد، چاليهه سالن جي مشڪل ترين حڪمراني ۽ صبر آزما تڪليفن ڪانپوءِ نه رڳو حاڪميت حاصل ڪئي، پر صدين جي ٽٽل ملڪي وحدت کي به بحال ڪري ورتو هو. هاڻي وقت اچي ويو هو ته هو سنڌ جي مفاد ۾ ڪي فيصلا ڪن ۽ سنڌي عوام جي ڀلائي ۽ بهتريءَ لاءِ جوڳا اپاءَ وٺن. پر بدقسمت سنڌ تي هڪ نئين مصيبت نازل ٿي، جنهنڪري ڪلهوڙن جي سموري حاصلات کي وڏو نقصان پهتو. ان مصيبت جو نالو هو نادرشاهه ايراني. نادر ابتدا ۾ هڪ ڌاڙيل ۽ لٽيرو هو. رستن جي لڪن تي رات جو پنهنجي ٽولي سان گڏ مسافرن کان قرلٽ ڪندو هو. حالتن هن کي هڪ ليڊر طور اڳتي آندو. بعد ۾ هو فوج ۾ ڀرتي ٿيو. تڪڙي ترقي ڪندي فوج ۾ اهم ڪمانڊر بڻجي ويو. بادشاهه عباس صفوي (ٽيون) 1735ع ۾ فوت ٿيو ته نادر شاهه افشار پاڻ ايران جو بادشاهه بڻجي ويو. افشار خاندان جو هڪ فرد، جو شروع ۾ ڌاڙا هڻندو هو، سو اڄ ايران جو مالڪ بڻجي ويو هو. ايرانين کيس بادشاهه ڪيو ڇو ته هن ايران کي روسين، افغانن ۽ ترڪن جي حملن کان بچايو هو. نادرشاهه سني مذهب اختيار ڪري عوام کي ان تي عمل ڪرڻ جو تاڪيد ڪيو. ايران ۾ حالتن کي درست ڪرڻ ڪانپوءِ، نادر افغانين کي سيکت ڏيڻ لاءِ قنڌار پهتو. جنهن بعد هن بلخ جو رخ ڪيو. ان ڪانپوءِ نادر خيبر لڪ کان هندستان ۾ داخل ٿيو. مغلن ڪرنال جي جنگ ۾ شڪست کاڌي ۽ پوءِ نادر شاهه سان ٺاهه ڪيو. نادر پوءِ دهليءَ جي تاريخي شهر ۾ داخل ٿيو ۽ ڪنهن معمولي واقعي جي ڪري دهليءَ وارن تي سخت ناراض ٿيو ۽ معاملو وڃي خون خرابي جي حد تائين پهتو. تمام گهڻي خون خرابيءَ ۽ شهر جي دولت جي ڦرمار ڪانپوءِ، نادر پنهنجي پٽ نصرالله جي شادي، مغل شهنشاهه محمد شاهه جي ڌيءَ سان ڪرائي. هندستان جو ملڪ محمد شاهه جي حوالي ڪري، واپسيءَ جي سفر جي تياري ڪئي ۽ سنڌو درياهه جا اولهه وارا علائقا مملڪت ايران کي تحفو ڪري ڏنا ويا. *(تاريخ ايران، جلد دوم، اردو ص 373-379)*

مطلب صاف ظاهر آهي ته "مملڪت سنڌ"، ان جي باشندن ۽ حڪمرانن کي ڪا به خبر نه ڏني وئي ۽ نه ايران جي حوالي ٿي وئي، ۽ سرڪاري طرح اهڙو اطلاع ميان نور محمد کي ڏنو ويو هو.

نادر ايراني نومبر 1739ع ۾ ڪابل پهتو. ميان نور محمد کي ڪابل پهچي ملاقات ڪرڻ لاءِ چيو ويو. ميان صاحب ائين نه ڪيو ته نادر هڪدم سنڌ طرف وڌڻ جا حڪم جاري ڪيا. نادر پشاور ٽپي سنڌو ماٿر ۾ داخل ٿيو ته، ميان نور محمد جا مخالف: امير صادق محمد خان دائودپوٽو ۽ قلات جو حاڪم محبت خان بروهي، سندس خدمت ۾ پهچي ويا. ذڪريا خان لاهور ۽ ملتان جو ناظم هو. نادر ان لاءِ به سيپٽمبر 1739ع ۾، حڪم جاري ڪيو ته اهو به سنڌ جي مهم ۾ موجود هجي. ذڪريا خان ۽ سندس پٽ حيات الله خان نادر جي مدد سان سنڌ ۾ داخل ٿي ويا. *(انڊو پرشين رليشنس، ص 153- 161)*

هڪ همعصر تاريخدان صورت حال جو نقشو ڪجهه هن ريت پيش ڪيو آهي:

هن ڪانپوءِ نادر شاهه بادشاهه جي اچڻ جا سبب پيدا ٿيا، ۽ اوڏانهن وڪيل اچڻ وڃڻ لڳا... خدايار خان [نور محمد ڪلهوڙو] عمرڪوٽ پهچي اهل و عيال کي تلها (ٿر) روانو ڪيو ۽ جنهن رات جي صبح جو پاڻ نڪرڻ جو ارادو ڪيو هئائين، انهيءَ صبح جو نادر خود اچي ناگهاني آفت وانگيان عمرڪوٽ جي ٻاهران ڪڙڪيو. هاڻي جڏهن ڪم هٿن مان نڪري چڪو، تڏهن لاچار 'خدايار خان' گنهگارن وانگيان هٿ ٻڌي سندس آڏو اچي حاضر ٿيو. بادشاهه کيس پاڻ سان وٺي اچي لاڙڪاڻي منزل انداز ٿيو ۽ هڪ ڪروڙ روپيا وٺي، ملڪ ٻيهر ڪسي بخشي، سيوي (سبي) پٺاڻن، ۽ شڪارپور دائودپوٽن کي ڏئي، عزت افزائيءَ لاءِ کيس 'شاهه قلي خان' جو لقب عطا ڪري، سندس ٻن صاحبزادن: محمد مراداياب خان ۽ غلام شاهه کي ضمانت ۾ وٺي، 28 مارچ 1740ع (11 محرم 1153هه) تي لاڙڪاڻي کان واپس موٽيو *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 267، ص 268)* نادر جي سنڌ ۾ هوندي سندس لشڪر ملڪ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ ڪاهي پيو. ٺٽي سميت پوري لاڙ ۾ قرلٽ ڪيائين. آقا ڪريم اصفهاني ٺٽي جو حاڪم بڻجي، چونڊ ماڻهن کي گڏ ڪري نادر جي خدمت ۾ پيش ڪيو. آخرڪار سلطان سامٽيو ٺٽي جو ناظم بڻيو ۽ پوءِ مختلف علائقن ۾ جن ماڻهن بدامني پيدا ڪئي، تن کي تنگ ڪري ڪانئن ڏلون وغيره وصول ڪيون ويون. ان پسمنظر ۾ ڏسجي ٿو ته، ميان نور محمد ڪلهوڙو بيوس ۽ سموري سنڌ لاوارث ۽ يتيم بڻجي چڪي هئي.

سنڌ ۾ ڪلهوڙا دور حڪومت

سيد مير محمد بلگرامي پنهنجي روزنامچي *(تبصرة الناظرين)* ۾ سنڌ بابت تمام ڏک سان لکيو آهي ته، جڏهن مغل سنڌ ۾ رهيا ته هر شهر ۾ لشڪر تي ڪاهه ڪري ڦرهه، ڌاڙ ۽ ڏمر جاري رکيائون. جتي ڪو پلو گهوڙو ٿي ٻڌائون ته اتي پهچي ان شخص کان اهو گهوڙو کسيائون ٿي. ويچارو گهوڙي جو ڌڻي بيوس ٿي، ساڻن ڪنهن طرح پڄي نه ٿي سگهيو... اهڙيءَ طرح ڪنهن وٽ ڪا چڱي تلوار، شال يا جانور ۽ سٺو ڪپڙو هوندو هو، ته اهو به زوريءَ ڦري ٿي ورتائون ... اهڙي ظلم ۽ ستم، شور ۽ زور جي ڪري، بنده راقم مير محمد بلگراميءَ جي دل پڄي پئي، جو آءٌ به اتي سنڌ ۾ باعيال رهندو هئس. *(منشور الوصيت، سنڌي، ص 104- 105)*

نادر شاهه دائوپوٽن کي شڪارپور جو علائقو عطا ڪيو. جڏهن ته سبي پناڻن کي ملي. حقيقت هيءَ آهي ته سبي، ڍاڍر، گنجابو ويندي بولان لڪ تائين وارا علائقا، قلات جي والي محبت خان کي مليا. ڪجهه مؤرخن علائقن جي حوالگيءَ کي مير عبدالله خان جي خون بها سان تعبير ڪيو آهي. هن مسئلي تي غلام رسول مهر پرپور بحث ڪندي، ان کي خون بها سڏڻ غلط قرار ڏنو آهي. *(تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، جلد پهريون، سنڌي، ص 394- 395، حاشيا)* باقي بچيل ملڪ ميان نور محمد ڪلهوڙي کي بخش ڪيو ويو. ائين ڪرڻ سان سنڌ ملڪ جو وڏو نقصان ٿيو. شخصي طرح ميان صاحب جو هي نقصان ٿيو ته، هو پٽ يرغمال طور ايران موڪليا ويا. چاليهن سالن ۾ مشڪل حالتن ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙي ۽ ميان نور محمد سنڌ جي قومي خزاني ۾ وڏي رقم گڏ ڪري ورتي هئي، جنهن مان هڪ ڪروڙ روپيا نادر شاهه ڪٺي ويو. ويندي هي ايراني ڌاڙيل ميان نور محمد جو ڪتب خانو به پاڻ سان کڻائي ويو. ڪجهه تاريخي حقيقتن کان بيخبر ماڻهو، لکندا آهن ته نور محمد ڪلهوڙو مقابلو ڪرڻ بجاءِ نادر شاهه کان بچڻ لاءِ عمرڪوٽ هليو ويو هو. ميان صاحب ان ڏس ۾ خود لکي ٿو ته، ”اهي سرائي فقير به سڀ هڪجهڙا نه آهن. ڪي جسم وانگر آهن ته ڪي وقت ٽپائيندڙ. ڪي پنهنجي رت ۽ عزيزن وانگر آهن. انهن مان ڪي منافق، ڪي زماني ساز ۽ ڪي پنهنجي وطن کان ڏکايل ۽ هتي اچي وڏا وار رکائي، پاڻ کي فقير ٿا سڏائين ۽ دربان آهن. جهڙيءَ طرح ظالم ناپاڪ نادر شاهه جي اچڻ تي ڪيس اسان جا راز ۽ احوال ظاهر ڪيائون. *(منشور الوصيت و دستور الحڪومت، فارسي، ص 22)* تن مان صاف ظاهر آهي ته ميان نور محمد عمرڪوٽ ڇو ويو ۽ ان جي پسمنظر ۾ ڪهڙا سبب هئا؟

ميان نور محمد ڪلهوڙي هي ڳرو نقصان برداشت ڪندي سنڌ کي بهتر منظم ڪرڻ جو ٽڪ ڪيو. البت نادر جي روانگيءَ ڪانپوءِ 1742ع کان 1747ع تائين ڪن مکيه واقعن جو مختصر ذڪر ڪرڻ لازمي سمجهندي هيٺ ڏجي ٿو:

1740ع ڌاري نادر شاهه کي بحري ٻيڙو تيار ڪرڻ جو خيال آيو ان مقصد لاءِ سورت بندر تي جهازن جي تعمير جو حڪم ڏنو ويو هو ان پس منظر ۾ مظفر علي خان 1742ع ۾ ڪراچيءَ کان ٺٽي پهتو. ميان نور محمد هن جي آجيان لاءِ ٺٽي پهتو ۽ اڍائي مهينا اتي رهيو. نادر شاهه ويندي ويندي شڪارپور دائودپوٽن کي ڏئي ويو هو. 1743ع ۾ ڪي مسئلا پيدا ٿيا، تڏهن سردار طهماسپ قلي خان جلائر انهن کي سيڪت ڏيڻ لاءِ سنڌ ۾ پهتو. خبر نه آهي ڇو ميان نور محمد هيءَ ڳالهه ٻڌي سياسي معاملن کان ڪناره ڪش ٿي ويو. جنهنڪري نئين سر سنڌ ۾ بدانتظامي پيدا ٿي.

ان دور ۾ ايراني سفير (وڪيل) رضا بيگ، ٺٽي جي انتظامن جي نگراني ڪندو رهيو. آخرڪار سردار جلائر ۽ ميان نور محمد ۾ ملاقات ٿي، تڏهن سلطان ساميٽيو ۽ شيخ شڪرالله وري اچي ٺٽي جي نظامت سنڀالي. ان وقت عطر خان نالي ٽيون ايراني سردار جي حوالي ڪيو ويو. آهستي-آهستي سردار جلائر ۽ امير محمد صادق خان ۾ لاڳاپا بگڙندا ويا. امير صادق محمد پنهنجي پٽ ۽ عزيزن توڙي لشڪر کي هدايتون ڏنيون، پاڻ نادر شاهه کي حقيقتون ٻڌائڻ لاءِ خود ايران روانو ٿي ويو. هوڏانهن سردار جلائر سان عطر خان گڏ هو. حالتن جي تقاضا تحت، دائودپوٽن پنهنجن عزيزن ۽ واسطيدارن کي مختلف ماڳن تي پهچائي ڇڏيو هو. ان وچ ۾ صادق محمد خان دائودپوٽي نادر جي خدمت ۾ پهچي، جلائر خان جي ڪيل ظلمن جو داستان بيان ڪيو ۽ حالتن جو نقشو پيش ڪيو. ان وچ ۾ جلائر جي خوف کان شڪارپور خالي ٿي ويو هو. هن ديراوڙ ۽ سٺاهي تي حملا ڪري زبردست لڙايون ڪيون. خاص ڪري ديراوڙ جي قلعي کي ته نابود ڪيو ويو. نادر جڏهن حالتن کان واقف ٿيو ته امير محمد صادق خان جي دلجوئي ڪيائين. هن تجويز ڏني ته دائودپوٽا سنڌ کي ڇڏي غزني ۽ آسپاس ۾ اچي آباد ٿين. مرزا عسڪريءَ کي موڪليائين ته هو سنڌ پهچي، سردار جلائر کي به سمجهائي ۽ لڏپلاڻ ۾ دائودپوٽن جي مدد ڪري. هي سنڌ پهتا ته طهماسپ جلائر جي نائب هنن جو استقبال ڪيو. روهڙيءَ ۾ صادق محمد خان ۽ ميان نور محمد ۾ برادرانه ملاقات ٿي. صادق محمد خان سنڌ پهچي پٽن سان مشورو ڪيو. سندس پٽ امير بهاول خان هيءَ رٿ نامنظور ڪندي، ايرانين مان مايوسيءَ جو اظهار ڪيو. ان پس منظر ۾ امير صادق محمد خان ۽ مرزا عسڪر عليءَ ۾ اختلاف تيز ٿي ويا. مارچ 1745ع (ربيع الاول 1159ھ) ۾ معاملا وڌيڪ بگڙي ويا. ٻنهي ڌرين ۾ خونريز جنگ ٿي. لاشن جا ڍير لڳي ويا. جنگ هلندي امير صادق محمد خان مارجي ويو. ڪنهن طرح سان لاش هٽ ڪري، امير بهاول خان ان جو ڪفن دفن ڪرايو. ان بعد آهستي آهستي دائودپوٽا شڪارپور کي ڇڏي، سنڌ جي سرحدن کان ٻاهر صوبي ملتان جي حدن ۾ هليا ويا. دائودپوٽن کي اهل ملتان پليڪار ڪئي، ۽ زمينن جا ٽڪرا ڏنا. ان ريت رياست بهاول پور جو بنياد پيو. امير بهاول خان جي نالي پويان شهر جو نالو به بهاول پور رکيو ويو. هي واقعو 1745ع ۾ رونما ٿيو. سواءِ سنڌ جي ڀين آسپاس جي صوبن ۽ رياستن هن جي قيام جي حمايت ڪئي. دائودپوٽن ٻن صدين کان به وڌيڪ هتي حڪمراني ڪئي. *(تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، جلد پهريون، سنڌي، باب چوڏهون)* اها جدا ڳالهه آهي ته ڪلهوڙن جي هڪ دشمن مان جند آجي ٿي، پر شڪارپور پوءِ به ڪلهوڙن کي نه ملي. ابتدا ۾ ان تي ايرانين جو قبضو رهيو ۽ پوءِ ڊگهي مدت لاءِ افغان بادشاهن جي تابع رهي.

جڏهن اتر سنڌ ۾ افراتفريءَ واري حالت رهي، تڏهن لوئر سنڌ (لاڙ) ۾ مختلف قبيلن يا انهن جي سردارن، امن امان کي تهس نهس ڪيو ۽ ڪلهوڙن جي حاڪميت کي، اهي تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا. ڏاراجا (ڏهراج؟) جي واليءَ ان دور ۾ بغاوت ڪئي. ميان خبر ٻڌي ته خداداد خان کي فوج ڏئي ٺٽي موڪليائين. مسو فقير کي برطرف ڪري ٺٽي تي بلاول فقير نائچ کي ٺٽي جو ناظم مقرر ڪيو ويو. هي واقعو 1747ع جو آهي. ڏاراجا جو راڻو ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ڀڄي ويو. بعد ۾ خداداد خان اتڪل سان قلعي کي قبضي ۾ آندو. ليڪن شيخ شڪرالله، بجار جوکيي جي ذريعي راڻي کي صلح جو پيغام موڪليو. هو ٻيڙيءَ مان لٿو ته راڻي کي قتل ڪرائي ڇڏيائين. ٻيءَ روايت موجب هي واقعو ميان غلام شاهه جي دور ۾ ٿيو. ان پس منظر ۾ بجار جوکيي کي 'جام' جو لقب مليو. علي بندر کان ٿي ڪوهه پري قلعو ڪانجي هو. 1745ع ۾ ميان نور محمد خود تلوار جي زور تي ان کي فتح ڪيو. 1746ع تي ڪي ڪڇي ماڻهو سرحدن جي ڀڪڙي ڪندي، سنڌ جي حدن ۾ داخل ٿيا. شاهه بهاري لشڪر وٺي ڪين سيڪت ڏني. تاجن منڌري جي سرڪشي به ان دور ۾ ٿي. قلعي ڪانجيءَ جو والي گهڻو بهادر هو. هن کي به آخرڪار گرفتار ڪري قتل ڪيو ويو. تاريخن ۾ اچي ٿو ته ڪانجي قلعو مضبوط هو. ان جي چوطرف سمنڊ وانگيان چوليون هڻندڙ پاڻي هو. ڪانجي قلعي جو والي شاطر ۽ بهادر هو. ان ڪري ساڻس ويڙهه ڪري قلعو هٿ ڪرڻ ڪو آسان ڪم نه هو. مٿان وري ميان نور محمد جي علائقي مان تاجن منڌرو به ڀڄي ويجي، قلعي ڪانجيءَ جي واليءَ وٽ پهتو. ميان نور محمد تاجن جي واپسيءَ لاءِ، مير شاهو بلوچ کي موڪليو. مير صاحب سفارتڪاريءَ ۾ ماهر هو. پر ڪيس ناڪامي ٿي. ڪانجي قلعي جي سربراهه چيو ته آءٌ ميان جي ماتحت نه آهيان. بلڪ منهنجو تعلق ته ڪڇ جي راجا سان آهي. ميان صاحب کي جڏهن اهي اطلاع مليا ته پاڻ سخت ڪاوڙيو. چونڊ بهادرن جو لشڪر تيار ڪري ان جي ڪمانڊ خود ڪيائين. ڪڇ ۾ زبردست معرڪا ٿيا ۽ ماڻهو مئا. آخرڪار ڪانجي علائقي (يا قلعي) جو سردار ناڪام ٿي، ڪلهوڙن جي لشڪر جي هٿان گرفتار ٿيو. شاهه بهاري جي سفارش تي ڪيس معافي ملي، ليڪن هن کي قيد ڪيو ويو. اجا تاجن منڌري جي معاملو رهيل هو. مراد ڪليري وڏي لشڪر سان هن تي حملو ڪيو. تاجن گرفتار ٿي ميان نور محمد جي آڏو پيش ٿيو. ميان هن کي به معاف ڪري ڇڏيو. تاجن پنهنجي وفاداريءَ جي ڀرم تي قائم نه رهي سگهيو ۽ پوءِ قتل ٿي ويو. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد پهريون، سنڌي، باب پنجتيهون)*

مٿي نادر شاهه جي ايرڻ، هندستان تي حملي ۽ سنڌ ۾ اچڻ بابت ذڪر ٿي چڪو آهي. هن سنڌ کان موٽڻ بعد به فتوحات ۽ خون خرابيءَ جي مشغلي کي جاري رکيو. 1742ع ۾ مٿس قاتلانه حملو ٿيو پر بچي ويو. ولي عهد مرزا رضا قليءَ تي هن حملي جو شڪ پيو. ان ڪري بنا دير پنهنجي لائق فرزند جون اکيون ڪڍڻ جو حڪم ڏنائين. جنهن تي هڪدم عمل ڪيو ويو. جڏهن سلطنت ايران ۾ ڪنهن به پاڻ کي محفوظ نه پئي سمجهيو. تڏهن چند سردار ۽ سندس کي عزيز خيمي ۾ گهڙي رات جي وقت ۾ ڪيس قتل ڪري ويا. هي واقعو 10 جون 1747ع (11 جمادي الآخر 1160هه) تي پيش آيو. ان ڪانپوءِ پيدا ٿيل افراتفريءَ ۾ نادر جا ڪيئي عزيز مارجي ويا. فقط هڪ پوٽو ۽ پائٽيو وڃي بچيا، جن ۾ به تفرقو پيدا ٿيو ۽ اقتدار لاءِ ويڙهه ٿي. نادر جيڪا سلطنت ناهي هئي، سا ٽڪرا ٽڪرا ٿي وئي. هند ۽ سنڌ توڙي ٻين هنڌن کان جيڪا دولت هن ميڙي آڻي گڏ ڪئي هئي، سا واريءَ جي ذرڙن وانگر هوا ۾ اڏري وئي. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد پهريون، سنڌي، ص 442)* انگريز مؤرخ سائيڪس به نادر جي آخري ڏينهن تي مختصر روشني وڌي آهي. لکي ٿو ته نادر کي قتل ڪندڙن يا سازش ڪندڙن ۾ سندس پائٽيو به شامل هو. دلچسپ ڳالهه هيءَ آهي ته ننڍ پيل نادر تي جڏهن حملي آورن حملو ڪيو ته ان حالت ۾ به هن ٻن ڄڻن کي ماري وڌو. *(اي هسٽري آف پرشيا، جلد ٻيو، ص 272- 273)*

نادر جي قتل سان سنڌ سک جو ساهه کنيو ۽ اٺ سالہ ايراني غلامي ختم ٿي. ميان نور محمد ڪلهوڙو ان صورت ۾ آزاد سنڌ جا خواب ڏسڻ لڳو. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سان ٽوين ۽ ٻئي قسم جي انگريزي هٿيارن جا به سودا ڪيا ويا. پهريون سودو 26 جنوري 1748ع تي ۽ ٻيو سودو 21 مارچ 1749ع تي ٿيو. ان مقصد لاءِ شيخ شڪرالله جي معرفت رقم جي ادائگي ڪئي وئي. *(ايڇ. ڊي. ميرچندڻي: سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي، جرنل، جنوري 1938ع)* ليڪن شخصي طرح سنڌ جي حاڪم لاءِ تن پٽن جي واپسيءَ جو مسئلو اهم هو. جيڪي نادر يرغمال طور ايران وٺي ويو هو. ايران ۾ جڏهن نادر جي قتل ڪانپوءِ ماحول تبديل ٿيو، تڏهن ميان صاحب کي پٽن جي واپسيءَ جي اميد سان گڏ ڪي قدر پريشاني به لاحق ٿي. واقعي ڪانپوءِ نور محمد ڪلهوڙي جي پٽن (مرادياب خان، غلام شاهه ۽ عطر خان) صلاح مصلحت ڪئي ته سندن والد صاحب پوڙهو ٿي چڪو آهي، ان ڪري سندن واپسي ان لاءِ لازمي آهي ته جيئن ڪيس آٿت ۽ سڪون ملي. ٺٽي جو رهاڪو شيخ غلام محمد ابتدا کان وٺي صاحبزادن سان ايران جي قيام وقت گڏ هو. فيصلو ٿيو ته محمد مرادياب خان ۽ شيخ غلام محمد، مسقط کان ٿيندا سنڌ پهچن. جڏهن ته باقي به ڄڻا خشڪيءَ ذريعي وطن واپس ٿين. رستي جي مشڪلاتن جي باوجود غلام شاهه ۽ عطر خان 1749ع ۾ سنڌ پهتا. مرادياب مسقط ۾ هو، جو خبر پهتي ته شيخ غلام محمد کي ڪنهن خنجر هڻي شهيد ڪري ڇڏيو آهي. هي واقعو 1750ع جو آهي. ميان نور محمد، غلام محمد جي پياءُ شيخ شڪرالله کي جهاز ڏنو ته محمد مرادياب خان کي وطن واپس وٺي اچي. بدقسمتيءَ سان شڪرالله کي زهر ڏئي ختم ڪيو ويو. شيخ غلام محمد ۽ شيخ شڪرالله، ميان ڪلهوڙن جي دربار ۾ خاص رتبو رکندا هئا. ميان نور محمد سندن شهادت کان سال اڳ 'منشور الوصيت و دستور الحڪومت' مسودو لکيو، جنهن ۾ پٽن کي وصيت ڪيائين ته: شيخ غلام محمد ۽ شيخ شڪرالله ٻنهي ڀائرن کي ڀائرن مثل اهميت ڏجو اهي اسان جا فدائي ۽ نمڪ حلال آهن. شيخ غلام محمد ته

اسان لاءِ محنتون ڪيون آهن ۽ ظلم سَٺا آهن. *(منشور الوصيت، فارسي، 22-23)* تاريخ جا طالب علم هن ڳالهه تي پريشان آهن ته مملڪت سنڌ جا هي ٻه اهم ستون ڇو بنا ڪنهن سبب جي، شهيد ڪري رستي تان هٽايا ويا. جهڙيءَ طرح شيخ غلام محمد جي قاتل جو نالو يا قتل جي واقعي جو تفصيل معلوم نه آهي، تهڙيءَ طرح اهو به معلوم نه آهي ته شيخ شڪرالله کي ڪنهن زهر ڏنو، ڇو ڏنو ۽ هن ڪٿي وفات ڪئي؟

نادرشاهه 1747ع ۾ قتل ٿيو ته سندس افغان سپهه سالار احمد خان ابدالي ايران کي ڇڏي بنا دير قنڌار پهتو. هن قومي اڪابرن کي گڏ ڪري اعلان ڪيو ته، ”تاريخ اج اسان کي آزادي حاصل ڪرڻ ۽ جدا وطن ٺاهڻ جو موقعو ڏنو آهي. هي موقعو ضايع ٿي ويو ته وري ڪڏهن اهڙو موقعو نه ملندو. قومي جرڳي سندس ڳالهه کي قبول ڪيو ۽ هن احمد شاهه جو لقب اختيار ڪري، قنڌار کي پنهنجو مرڪزي شهر مقرر ڪيو. گهڻو پوءِ ڪابل کي افغانستان جو تختگاهه مقرر ڪيو ويو. هن نادر جي سلطنت مان اوير طرف وارن علائقن جي ميراث جي دعويٰ ڪئي. ٻين علائقن کان سواءِ سنڌ به هن ۽ هن جي جاءِ نشينن هٿان جيڪي سختيون سٺيون ۽ پريشانيون ڏٺيون، انهن جو داستان به نادري حملي جي داستان کان گهٽ دردناڪ نه آهي.

محمد مراداياب خان والد جي ديدار کان واندو ٿيو ته ڪيس سڄو دفتر حوالي ڪري خداآباد ۾ ويهاري، شاهنواز خان پاڻ اچي نئين ٻڌايل شهر محمد آباد ۾ رهيو. صاحبزادو محمد خداداد خان، جيڪو پاءُ جي وڏي سفر ڪري وليعهديءَ جو پڳدار ٿيو هو، تنهن جو پاءُ جي اچڻ ۽ وليعهدي کسجي وڃڻ ڪري دماغ خراب ٿي پيو ۽ هندستان هليو ويو. هيڏانهن محمد مراداياب خان حڪومت جو ڪاروبار چڱيءَ طرح نه هلائي سگهيو. تنهنڪري تخت کانئس کسيو ويو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 271)* ياد رهي ته ’محمدآباد‘ جو قتل شهر موري جي پرسان آهي.

1753ع جي ابتدا ۾ سردار جهان (افغاني عملدار) جي اچڻ جو ٻڌي ڪجهه ڳٽتي پيدا ٿي، پر جلد ئي ختم ٿي وئي. ساڳئي ئي سال جي آخر ۾ خود بادشاهه جو هن طرف کان ٿيندو هندستان وڃڻ جو گرماگرم هل ٿيو. محرم سن 1167هه جي چوٿين تاريخ بادشاهه جي آمد جي پڪي خبر ٻڌي [شاهنواز خان] محمدآباد کان پٽن (تلها) طرف هليو ويو ۽ رستي مان تابيعداري ظاهر ڪرڻ ۽ شاهي فوج جي رستي بدلائڻ بابت عرض ڪرڻ واسطي، گدو مل کي وڪيل ڪري، شهنشاهه جي ڪئمپ ۾ پهتو. پر بادشاهه جي مزاج تي ڪاوڙ غالب هجڻ ڪري ٽن ڏينهن تائين حاضري ڪانه ٿيس. آخر جڏهن نوشهري جي سرزمين تي ڇانوٽي لڳي، تڏهن مٿئين وڪيل جي مراد پوري ٿي. پر اتفاقاً، ايتري ۾ ملڪ جو والي جيسلمير جي سامهون ڪور هره جي گهاٽ وٽ، خناق جي بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي، ساڳئي سال جي ٻارهينءَ صفر تي وفات ڪري ويو. *(تحفة الڪرام، فارسي، ص 459-460)* هيءَ لکت معاصر مؤرخ مير علي شير قانع جي آهي.

، هت ٻن ڳالهين جي وضاحت ڪري، پوءِ احمد شاهه ابداليءَ جي حملن ۽ ان جي نتيجن جي ڇنڊڇاڻ ڪبي.

ميان نور محمد جي وفات 09 ڊسمبر 1753ع (12 صفر 1167هه) تي ٿي ۽ وفات بعد هن جي مَيّت آڻي محمدآباد (موري جي پرسان) ۾ دفن ڪيو ويو. ميان صاحب هتي رهي چار سال مملڪت سنڌ جو ڪاروبار هلايو هو. سندس مزار تي پوءِ ميان غلام شاهه مقبرو تعمير ڪرايو، جو اج تائين موجود آهي. *(ڏسو: سنڌ جا قديم آثار، ڪزنس)* ميان نور محمد جي وفات کانپوءِ شهر جي سرڪاري حيثيت ختم ٿي وئي.

هتي نئين مواد جي آئيني ۾، احمد شاهه ابداليءَ جي حملن ۽ ان جي سنڌ تي پوندڙ اثرن جو سرسري ذڪر ڪجي ٿو:

احمد شاهه ابدالي، 11 مارچ 1748ع تي ننڍي کنڊ تي پهريون حملو ڪيو. سرهند جي نزديڪ مالوپور وٽ هندي لشڪر سان وڙهندي شڪست کاڌائين ۽ پوءِ واپس پنهنجي ملڪ هليو ويو. ان عرصي ۾ هندستان جو آخري مغل بادشاهه، محمد شاهه 15 اپريل 1748ع تي فوت ٿي ويو. جيتوڻيڪ مغلن جو دٻدٻو ۽ شان شوڪت، اورنگزيب جي وفات (1707ع) کانپوءِ هر ايندڙ ڏينهن تي ختم ٿي رهيو هو، تڏهن به محمد شاهه جي هوندي بادشاهت جو ڀرم اجا برقرار هو. جنهن کانئس پوءِ سندس پٽ احمد شاهه بادشاهه بڻيو. 1749ع ۾ احمد شاهه ابداليءَ ٻيو حملو ڪيو. جنهن ۾ لاهور جي گورنر معين الملڪ سندس مقابلو ڪيو. پر مرڪز کان مدد نه ملڻ سبب کي علائقا، افغان حاڪم کي ڏئي نجات حاصل ڪيائين. 1752ع ۾ احمد شاهه ابداليءَ هندستان تي ٽيون حملو ڪيو. معين الملڪ وري به مقابلو ڪيو، پر ڪيس دهلي سرڪار ڪنهن به قسم جي مدد نه ڪئي. ان صورت ۾ هن صلح جو فيصلو ڪيو. احمد شاهه ابداليءَ ڪيس عزت ڏني ۽ ساڳئي وقت لاهور ۽ ملتان جو گورنر به مقرر ڪيو. ابداليءَ پنهنجو سفير قلندر بيگ دهلي روانو ڪيو. هن 13 اپرل 1752ع تي مغل بادشاهه احمد شاهه سان ملاقات ڪري سندس آڏو ڪي مطالبا پيش ڪيا. مغل بادشاهه احمد شاهه هڪ به سوال ڪرڻ کان سواءِ، ڪاغذن تي صحي ڪئي. ان ريت ستلج پار جا سمورا علائقا احمد شاهه ابداليءَ جي حوالي ٿي ويا. *(ملتان انڊر دي افغانز، ص 46)*

جيتوڻيڪ 1740ع کان سنڌ جو ملڪ، ايراني مملڪت جي اثر هيٺ هو، پر 1747ع ۾ نادر جي قتل کانپوءِ، اٽڪل روءِ پنج سال ميان نور محمد ڪلهوڙي ملڪ تي آزاديءَ سان راڄ ڪيو ۽ ان جي ڀلي لاءِ ڪي فيصلا به ڪيا ۽ ڪجهه قدم به کنيا. ليڪن اپريل 1752ع [جي معاهدي] ۾ ٻن بادشاهن وچ ۾ ٿيل فيصلن کانپوءِ، افغانن طرفان تابيعداري ۽ گنج (ڏوڪڙ) جو مطالبو ڪيو ويو. پائي خان ڪلهوڙي جي قيادت ۾ هڪ وفد افغانستان ويو. وفد جي آجيان ٿي ۽ سنڌ کي افغانستان جي باجگذار [ڍل ڀريندڙ ملڪ] طور قبول ڪيو ويو. احمد شاهه ابداليءَ، سنڌ جي حاڪم نور محمد ڪلهوڙي لاءِ ’شاهه نواز خان‘ جو لقب تجويز ڪيو. سنڌ پاران شيخ محمد محفوظ ’سرخوش‘ سفير ڪري موڪليو ويو. مير علي شير قانع جي لکت مٿي ڏني ابداليءَ سان گڏ ابداليءَ جي حملن جو احوال به پيش ڪيو ويو آهي.

13 اپريل 1752ع جي معاهدي ڪانپوءِ، ڪشمير، پنجاب، ملتان ۽ سنڌ جهڙوڪر هڪ فيڊريشن بنجي، افغانستان ۾ شامل ٿيا. غلام رسول مهر تحقيق آهي ته، احمد شاهه ابدالي سنڌ ۾ نه آيو هو. پر خبر نه آهي ته اهي ڪهڙيون حالتون هيون، جو ميان نور محمد کي ملڪ ڇڏڻو پيو. سندس وفات 9 ڊسمبر 1753ع تي ٿي. ميان صاحب هڪ مدبر حڪمران هو. هن پنجتيهه سال سنڌ تي راڄ ڪيو. هِئي ڪنهن به ڪلهوڙي حاڪم کي ايترو وقت حڪومت ڪرڻ جو موقعو نه مليو. هن جي دور ۾ سنڌ هن صدين (1556ع) ڪانپوءِ وري متحد ٿي هئي. نادر شاهه جي حملي ڪانپوءِ سنڌ مغل بالادستيءَ مان ڪجهه قدر آجي ٿي. ان ڪانپوءِ نادر جهڙي ظالم سان ميان صاحب جو تعلق جُڙيو ۽ ميان جي دل مان دهليءَ جو خوف ختم ٿيو. هن نادر جي زبردست مخالفت ڪئي، جنهن جي ڪيس ڳري قيمت ادا ڪرڻي پئي. نادر جي قتل ڪانپوءِ آزاد سنڌ جو خواب پورو ٿيندي ڏسڻ ۾ پئي آيو. ليڪن افغان ڳٽ سنڌ جي ڳچيءَ ۾ پيو ته اهو خواب اڌورو رهجي ويو. احمد شاهه ابدالي [يا سندس سردار] سنڌ تي ڪاهي آيو. ميان نور محمد ڪلهوڙو جيسلمير ۾ فوت ٿيو. سندس وفات ڪانپوءِ سنڌ ملڪ ڪجهه سالن لاءِ امن امان جي پريشاني ڏٺي. جيسين ميان غلام شاهه سنڌ جو حاڪم بنيو، ايسين تائين بدامني، لاقانونيت ۽ ڦرلٽ جو دور جاري رهيو.

**محمد مراداياب خان:** محمد مراداياب خان 1753ع ۾ سنڌ جو حاڪم ٿيو. ۽ چار سال حڪومت ڪري 1757ع ۾ معزول ڪيو ويو. سندس دور جو مختصر احوال هن ريت آهي:

جڏهن ديوان گدو مل افغان حاڪمن سان شرط طئه ڪرائي ورتا. تڏهن مراداياب خان لاءِ رستو هموار ٿيو ليڪن هو سنڌ جي واليءَ طور ڪم ڪار بهتر نموني هلائي نه سگهيو. خود سندس حڪومت جي ابتدا به سٺي نه ٿي.

نور محمد ڪلهوڙي جي دربدريءَ دوران وفات ڪانپوءِ اميرن اتفاق راءِ سان 13 ڊسمبر 1753ع تي محمد مراداياب خان کي نئون والي مقرر ڪيو. مراداياب خان، ابداليءَ جي حملي جو ٻڌي، والد کان جدا ٿي عمرڪوٽ هليو ويو هو، متان اڳ وانگر ڪيس وري يرغمال نه ٿيڻو پوي. افغان بادشاهه سنڌ جو مسئلو اسماعيل خان پني جي حوالي ڪري ڇڏيو. افغان عملدارن سڄيءَ سنڌ ۾ ڦرلٽ شروع ڪري ڏني. پيدا ٿيل حالتن جو نقشو ڪجهه هن ريت ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اسماعيل خان پني نوشهري کان محمدآباد پهتو. هن هڪ وفد سيد شاهه محمد جي قيادت ۾ نئي موڪليو. افغانن جي هڪ جٿي وڃي ٺٽ ۾ ڦرلٽ ڪئي. اسماعيل جي موڪليل ماڻهن ڪانپوءِ، خزانه آفيسر گل محمد خان جي پاران صالح خان ڍل وصول ڪرڻ لاءِ نئي پهتو. ان کان اڳ محمد بيگ شامل نئي پهتو ۽ آقا محمد صالح کي نئي جو حاڪم بنايو. محمد بيگ مڪيه ماڻهو چونڊ ڪيا ۽ نئي مان بادشاهه سان ملائڻ لاءِ وٺي ويو. اسماعيل جي ماڻهن صالح کي بيدخل ڪيو. محمد بيگ شاملو ڪيمپ تي پهتو ۽ عتاب ۾ آيو. چو ته هن نئي لاءِ پنهنجي ليکي فيصلا ڪيا هئا. بعد ۾ قاضي محمد محفوظ ڍل لاءِ مقرر ڪيو ويو ۽ نئي جي مکيه ماڻهن کي وري سڏ ٿيو. قاضي محفوظ جو پٽ ديوانيءَ جي مامري تي جُنبيل هو ته، ٻئي طرف ديوان گدومل نئين حاڪم جو مسئلو حل ڪرائي ورتو. *(تحفة الکرام، سنڌي، ص 272-273)* ميان عطر خان کي ضمانت ۾ ڏنو ويو. مراداياب لاءِ حڪومت جو پروانو ۽ 'سربلند خان' جو خطاب به ڏنو ويو. نئي ۽ افغانن جي حوالي سان مٿي ٿيل گفتگو هن نتيجي تي پهچائي ٿي ته افغانن کي ڏوڪڙ، مال متاع ۽ ڦرلٽ جي سامان سان دلچسپي هئي. نئي ۾ بهتري يا سنڌ ۾ حالتن جو سڌارو، سندن پروگرام ۾ شامل نه هو. نئين حاڪم [محمد مراداياب خان] کي عمرڪوٽ ۾ حڪومت جو پروانو پهچايو ويو. نئي جا مکيه ماڻهو حاڪم کي ڏسڻ لاءِ شهر مان روانا ٿي ويا. نئين حاڪم نصرپور پهچي حڪومت جون واڳون سنڀالي ورتيون. اتي ئي هن نئون شهر 'مرادآباد' اڏڻ جو حڪم ڏنو. جنهن کي دارالحڪومت جو درجو مليو. محمد مراداياب کي حڪمران طور هڪ حاصلات ٿي. مير علي شير قانع لکي ٿو ته، ساڳئي ئي سال جي پڇاڙيءَ ۾، ڪڪرالي جي ڄام جي مهم ڏانهن توجهه ڪري، مناسب لڙاين ۽ صائب تدبيرن سان، سندس شان و شوڪت ختم ڪري، ڪيس ڪوداريه (ڪراچي؟) کان ديري ڏانهن پڄائي، خورد، اوچه، لنجاري، ميران ۽ ڪجي جي زمين هٿ ڪيائين. ڪجي کي ڇانوڻي مقرر ڪري، هر هنڌ محڪم قلعا نهرائي، انهن کي مضبوط ڪرايائين. *(تحفة الکرام، سنڌي، ص 274)* هن ڪانپوءِ به سال وڏيڪ ملڪ کي آرام سان هلايائين. چوٿين سال روش بدلائي اهڙو نمونو اختيار ڪيائين، جو ملڪ جي زوال جو ڪارڻ بنيو. سردارن ۽ عام رعيت کي تڪليف ڏنائين. جنهن صورت ۾ [افغان] بادشاهي ماڻهن جي تسلط ۽ زبردستيءَ کان تنگ ٿي پيو هو، تنهنڪري ملڪ کي صاف ٻهاري، ڪنهن ٻئي پاسي نڪري وڃڻ جو پڪو خيال ڪيائين. انهيءَ ڪري خزانو مسقط بندر ڏانهن روانو ڪندو رهيو جنهن صورت ۾ سيئي ڪَڪ ٿي پيا هئا، تنهنڪري پاڻ ۾ ٺهراءَ ڪري، ميان غلام شاهه خان کي حاڪم تسليم ڪري، ان جي بيعت ڪري، 29 آگسٽ 1757ع (13 ذوالحج 1170هه) جي رات، پنهنجو انتظام پڪو ڪري، صبح جو سندس حويليءَ تي ڪاهي، ڪيس سندس پٽن سميت قيد ڪيائون. *(تحفة الکرام، سنڌي، ص 274)*

ان حقيقت جي اوک ڊوک ڪجي ته (1) محمد مراداياب خان پڄڻ جو فيصلو ڇو ڪيو؟ (2) ته ان مقصد لاءِ مسقط جو انتخاب ڇو ڪيو ويو؟ علي شير قانع لکيو آهي ته، جنهن صورت ۾ هو بادشاهي ماڻهن جي تسلط ۽ زبردستيءَ کان تنگ ٿي پيو هو، تنهنڪري ملڪ کي صاف ٻهاري، ڪنهن ٻئي پاسي نڪري وڃڻ جو پڪو خيال ڪيائين. *(تحفة الکرام، سنڌي، ص 274)* ميان نور محمد ڪانپوءِ جيڪا ملڪي حالتن ۾ خرابي پيدا ٿي هئي، سا محمد مراداياب جي والي بنجڻ سان به ختم نه ٿي هئي. افغان برابر ملڪ کي ڦري رهيا هئا ۽ هر ايندڙ ڏينهن تي وڏيڪ ڍل ۽ خراج جو مطالبو ٿي رهيو هو. ان پس منظر ۾ سنڌ جي حاڪم ملڪ ڇڏي پڄڻ ۾ عافيت سمجهي. ٻيو سوال آهي ته ان مقصد لاءِ

مسقط جو انتخاب ڇو ڪيو ويو؟ تازي تحقيق موجب مراداياب خان، مسقط جي امام احمد بن سعيد جي ڏيءُ سان شادي ڪري وطن واپس ٿيو هو. *(دي دچ ايسٽ انڊيا ڪمپني اينڊ ديول سنڌ، ص 40)*

ان ريت ميان نور محمد جي وڏي پٽ، محمد مراداياب خان جي چار سالہ ناڪام حڪومت پوري ٿي. سنڌ جو هي بدنصيب شهزادو معزول ٿيڻ ڪانپوءِ، جون 1758ع (شوال 1171هه) ۾ فوت ٿيو. سندس لاش ميان يار محمد ڪلهوڙي جي قبي (خداآباد، موجوده ضلعي دادو) جي احاطي ۾ دفن ڪيو ويو.

**ميان غلام شاھ ڪلهوڙو (پهريون ڀيرو):** ميان يار محمد ۽ ميان نور محمد ڪانپوءِ، ميان غلام شاھ هن خاندان جو آخري طاقتور، دلير ۽ ذهين حڪمران ٿي گذريو آهي. غلام شاھ ميان نور محمد جو پٽ هو. ڪانئس پوءِ بہ ڪلهوڙا حڪمران ٿيا، پر ذڪر ڪيل ٽنهي جي جوڙ جو حاڪم هن خاندان ۾ پيدا نہ ٿي سگهيو. بار بار افغان مداخلت سبب، سنڌ ۾ پائدار حڪومت نہ پئي ٺهي سگهي. ان ڪري غلام شاھ حڪمرانيءَ جا چار دور ڏٺا. آگسٽ 1757ع ۾ غلام شاھ حڪومت سنڀالي، مهينو پوءِ سنڌو درياھ 'مرادآباد' کي ٻوڙي ڇڏيو. ان ڪري ميان صاحب والد جي شهر 'محمدآباد' جي پرسان 'الهه آباد' جو نئون شهر تعمير ڪرايو ۽ اتي وڃي ڪيمپ ڪيائين. احمد يار خان، مراداياب جو سڳو ڀاءُ هو. ان غلام شاھ جي حڪومت کي تسليم نہ ڪيو. شاھ بهاري جو پٽ مقصودو فقير بہ احمديار خان سان گڏ هو. پر پوءِ ٻيءُ جي سمجهائڻ تي اچي غلام شاھ وٽ حاضر ٿيو. ميان عطر خان افغان دربار ۾ ويٺو هو. ان حڪومت جو پروانو پاڻ لاءِ حاصل ڪري ورتو. غلام شاھ اها خبر ٻڌي نومبر 1757ع ۾ ٺرڙي هليو ويو. مقصودو فقير، مراداياب خان کي آزاد ڪرائي، محمد عطر خان جي استقبال ۾ لڳي ويو. غلام شاھ هن ڀيري صرف ٽي مهينا حڪومت ڪئي. *(ڪلهوڙا دور حڪومت، ص 146)*

**محمد عطر خان (پهريون ڀيرو):** محمد عطر خان، افغانن ڪان حڪومت جو پروانو ڪٺي اچي نوشهري پهتو. ڪجهه وقت ڪانپوءِ محمد مراداياب خان بہ پهچي ويو. هن سمجهيو تہ حڪومت جو پروانو مون لاءِ آيو آهي. پر حقيقت ان جي ابتڙ هئي. عطر خان تہ وڏي ڀاءُ سان بہ ملڻ گوارا نہ ڪيو ۽ حڪم ڪيائين تہ ڪيس خداآباد ۾ رهايو وڃي. محمد عطر خان بيوس حاڪم هو. سندس ڪو بہ حڪم هلي نہ پئي سگهيو. افغاني عملدار وڌيڪ محصولن ۽ ڍلن جي وصوليءَ لاءِ ملڪ ۾ ڪاهي پيا. ميان غلام شاھ ٿر مان اڏيپور (راجستان) هليو ويو. جتان پوءِ بهاول پور پهتو. اتي ٽي مهينا رهي جنگ جي تياري ڪيائين. محمد سرفراز خان کي ٻارن ٻچن سميت، بهاول پور ۾ ڇڏي مئي 1758ع ۾ سنڌ طرف ڪوچ ڪيائين. مهيني جي آخر ۾ روهڙيءَ جي ٻاهران، امرڪس واھ جي ڪناري تي محمد عطر خان ۽ ميان غلام شاھ جي وچ ۾ لڙائي ٿي. شروع ۾ تيرن تفنگن جي لڙائي ٿي. پوءِ غلام شاھ جي لشڪر واھ ٽپي هٿئون هٿ لڙائي شروع ڪئي. محمد عطر خان، احمد يار خان ۽ مقصودو فقير جنگ جو ميدان ڇڏي، ڀڄي جان بچائي. محمد عطر خان جو ڇهن مهينن جو ناڪام حڪومتي دور پورو ٿيو *(ڪلهوڙا دور حڪومت، ص 147)*

**ميان غلام شاھ خان (ٻيو ڀيرو):** جون 1758ع جي عيد جي ڏينهن تي، ميان غلام شاھ سرخرو ٿي سينگاري ڪيمپ ۾ اچي پهتو. امير بهاول پور محمد مبارڪ خان هن جنگ ۾ ميان غلام شاھ جي مدد ڪئي هئي. هتان ڪان غلام شاھ جو ٻيو دور حڪومت شروع ٿئي ٿو. ميان صاحب روهڙيءَ ڪان سيوهڻ پهتو. تازو فوت ٿي ويل محمد مراداياب خان (جون 1758ع)، جي تعزيت لاءِ، خداآباد روانو ٿيو. اتان ڪان 'الهه آباد' ويو ۽ پڻ 'محمدآباد' ويو. سال جا باقي ڏينهن خيريت سان گذريا. اهوئي دور آهي، جڏهن ايسٽ انڊيا ڪمپني ۽ سنڌ ۾ واپاري تعلق وري پيدا ٿيو. سنڌ اندر ڪمپنيءَ پنهنجا واپاري مرڪز کوليا. ڪمپني عملدارن ۽ سنڌ جي حاڪم ۾ پهريون معاهدو 22 سيپٽمبر 1758ع تي ٿيو. *(ايڇ. ٽي. سورلي: شاھ عبداللطيف آف ڀٽ، ص 50)* ساڳئي سال ۾ مختلف طريقن سان حالتن کي خراب ڪيو ويو. احمديار خان ۽ عطر خان شڪست کائي، سنڌ کي ڇڏي افغانستان وڃڻ لاءِ، قلات پهچي ويا. اتي جو حاڪم محمد نصير خان، ميان غلام شاھ جو دوست هو. ان ٻنهي ڀائرن کي افغانستان وڃڻ کان روڪي ڇڏيو. احمد شاھ ابداليءَ حالات معلوم ڪري احمديار خان کي دربار ۾ يرغمال رکيو ۽ حڪومت جو پروانو ٻيهر ميان عطر خان جي نالي جاري ڪيو. هي واقعو ڊسمبر 1758ع ۾ پيش آيو. *(ڪلهوڙا دور حڪومت، ص 148)*

**محمد عطر خان (ٻيو ڀيرو):** عطر خان ٻيو ڀيرو حاڪم ٿي آيو تہ وري افغانن ڦرلٽ جي بازار گرم ڪري ڇڏي. سنڌ ملڪ تي ڄڻ هڪ عذاب نازل ٿي پيو. ان صورت حال جو فائدو وٺندو جوکيا قبيلي جي ماڻهن ٺٽي شهر تي حملو ڪيو ۽ ڏينهن ڏٺي جو گهرن ۾ گهڙي مولا ٺٽي محلي ۾ ڦرلٽ ڪيائون. ميان غلام شاھ جو عطرخان جي پرواني جو ٻڌو، سو وچ سنڌ ڇڏي لاڙ جي شهر ڪجي (ڪجو) پهتو. شهر جو نالو بدلائي 'شاھ ڳڙھ' رکيائين. ان جي بلڪل سامهون 'شاھ بندر' تعمير ڪرايائين. هٽي وٽنڊڙ جايون ٺهرائي، محمد سرفراز کي اهل اولاد سان اتي رهڻ جو حڪم ڏنائين. اطلاع پهتو تہ عطر خان، مقصودي فقير کي وٺي چاچڪان طرف وڌي رهيو آهي. ميان غلام شاھ بہ لشڪر ڪاهي اچي سندس سامهون ٿيو. جنگ جي تياري ٿي وئي. خيرخواھ وچ ۾ پيا ۽ صلح ٿي ويو. ملڪ سنڌ کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو. شاھ ڳڙھ کان نصرپور تائين ملڪ ميان غلام شاھ کي مليو. ٺٽو شهر بہ ان ۾ اچي ٿي ويو. جڏهن تہ باقي سڄو ملڪ محمد عطر خان کي مليو *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 277-278)*

**محمد عطر خان ۽ ميان غلام شاھ خان (ٽيون ڀيرو):** ڊسمبر 1758ع جي ٺاھ موجب ملڪ جا ٽي حصا ڪيا ويا. ميان غلام شاھ اتان موٽي شاھ ڳڙھ هليو آيو. محمد عطر خان نوشهري پهتو. ٻنهي ڀائرن کي سنڌ تي حڪمرانيءَ جو هي ٽيون موقعو مليو هو. امن جي نالي تي ملڪ تقسيم ٿيو. پر اهو مقصد بہ حاصل نہ ٿيو. احمديار خان افغان دربار ۾ هو. جنهن

ڪي هيءَ ڳالهه نه وڻي. بادشاهه ڪي به پڪ ٿي ته عطر خان ڪان ملڪ نه هلندو. ان ڪري حڪومت جو پروانو احمديار خان کي ڏنو ويو. هن پنهنجو پٽ دربار ۾ يرغمال طور ڇڏيو ۽ پاڻ حڪومت جو پروانو کڻي سنڌ ڏانهن روانو ٿيو. *(تحفته‌الڪرام، سنڌي، ص 278)* سنڌ جي اڳ ۾ ئي تقسيم ٿي چڪي هئي. افغان سڄيءَ سنڌ کي ڦري لٽي رهيا هئا. هر طرف بدامني ۽ غير يقيني حالتون ڏسڻ ۾ ٿي آيون. ان وقت ٺٽي جي عالم مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، ملڪ ۾ شرعي قانون لاڳو ڪرڻ لاءِ هڪ فرمان جاري ڪرايو. هي فرمان 31 مارچ 1759ع (02 شعبان 1172هه) تي جاري ڪيو ويو. *(پيغام لطيف، ص 54-55)* ميان غلام شاهه کي ملڪي خرابي ۽ احمد يار خان جي سرگرمين جا اطلاع مليا. تڏهن پاڻ سموري سنڌ ملڪ تي حڪمراني ڪرڻ جي ارادي سان، اپريل 1759ع ۾ شاهه ڳڙهه کان لشڪر وٺي نڪري پيو. محمد عطر خان کي ٻنهي ڀائرن جي سرگرمين جو اطلاع مليو ته نوشهرو (فيروز) ڇڏي ڀڄي ويو. احمديار خان کي رستي ۾ غلام شاهه جي فوجي چرپر جي خبر پهتي ته، هن به سنڌ ڏانهن نه اچڻ جو فيصلو ڪيو. 28 مئي 1759ع تي، ميان غلام شاهه نصرپور جي آسپاس هو ته ڪيس ڀائرن جي باري ۾ اطلاع مليا. هن اڳتي وڌي عيد جي ڏينهن (01 شوال 1172هه) سڄيءَ سنڌ تي قبضو ڪيو. *(تحفته‌الڪرام، سنڌي، ص 278)*

**ميان غلام شاهه خان (چوٿون پيرو):** مراداياب خان جي معزوليءَ کان (1757ع) وٺي، ميان غلام شاهه جو چوٿون پيرو حڪمران بڻجڻ تائين (1759ع)، لڳ ڀڳ ٻن سالن جو عرصو ٿئي ٿو. ان عرصي ۾ سنڌ ڪيئي ڀيرا اقتداري ايوانن ۾ تبديلي ڏٺي. ليڪن هر ڀيري اصلاح بجاءِ سياست ۽ سماج ۾، بگاڙ ۽ خرابي پيدا ٿيندي وئي. خزاني جي بربادي ۽ عام ماڻهن کان ڦرلٽ جاري رهي. ان ڪري سنڌي عوام ڪنهن طاقتور حاڪم جي تلاش ۽ انتظار ۾ رهيو. ميان غلام شاهه چوٿون ڀيرو حاڪم ٿيو. تڏهن ڪي قدر هتان جي عوام سک جو ساهه کنيو ۽ کين اميد پيدا ٿي ته هاڻي حالتن ۾ سڌارو ايندو. مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي ته بي بندوبستيءَ جي دور ۾ جوکيا قبيلي جي ماڻهن، ٺٽي شهر جي مولا ٺٽي محلي ۾ ڏينهن ڏٺي جو ڦرلٽ ڪئي هئي. حاڪمن جي بي ڌيانيءَ سبب ڀناڻن هتان اهڙو ته ظلم ٿيو هو، جنهن جو تصور به ڪري نه ٿو سگهجي. نئين تبديليءَ جي پس منظر ۾، عطر خان خط موڪليو ته ”آءٌ ملڪ مان نڪري وڃان ٿو، اوهان ڄاڻو ۽ منهنجو ڀاءُ ڄاڻي.“ ميان صاحب همت ڪري ڀاءُ جي رهيل ساٿين کي هٽ ڪيو. ان ريت غلام شاهه بلڪل سوڀارو حاڪم ٿي نروار ٿيو ۽ لشڪر وٺي لاڙڪاڻي پهتو. اتي جي انتظامن کي ٺيڪ ڪري، خداآباد طرف ڪوچ ڪيائين. لاقانونيت وارن ڏينهن ۾ خداآباد کي جن ڪوسن سردارن بريءَ طرح ڦريو هو، تن ٽرار جو لقمو بنائي، سندن ڳوٺن ۾ سزا طور لشڪر مقرر ڪيائين. تنهن ڪانپوءِ سيوهڻ طرف روانو ٿيو. فتحمند لشڪر، ڪوسن جي ڳوٺن جي وچ واري جويا قلعي ۽ نلي لڪ تي ڪاهه ڪري، مخالفن کي قيد ڪري ۽ پوءِ قتل ڪري سوڀارو ٿي موٽي آيو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 278-279)*

محمد عطر خان سنڌ مان نڪري بهاولپور هليو ويو. احمديار خان لاءِ مشهور ٿيو ته اهو هندستان هليو ويو آهي. هن [عطر خان] عطر خان فوجي مدد لاءِ امير بهاول پور محمد مبارڪ خان کي اپيل ڪئي. پر هن ميان غلام شاهه سان دوستي هجڻ سبب ائين ڪرڻ کان انڪار ڪيو. البت هڪ مقامي زميندار بهادر خان دائودپوٽي، امير بهاول پور جي منع جي باوجود به عطر خان جي مدد ڪئي ۽ لشڪر وٺي اٻاوڙي پهچي ويو. ميان غلام شاهه کي هي خبرون مليون ته فوج وٺي اٻاوڙي پهچي ويو. ٻنهي لشڪرن ۾ جنگ ٿي. بهادر خان جنگ ۾ مارجي ويو ۽ عطر خان ملڪ ڇڏي ڀڄي ويو. بهاولپوري تذڪرن ۾ پڻ هن واقعي جو ذڪر موجود آهي. بهادر خان جي مارجڻ بعد ميان غلام شاهه ڳڙهي اختيار خان (شايد امير بهادر جي بستيءَ) کي تاراج ڪرڻ لاءِ، اٻاوڙي مان لشڪر وٺي بهاول پور طرف روانو ٿيو. ليڪن امير محمد مبارڪ خان جي وچ ۾ پوڻ تي ميان صاحب سنڌ طرف واپسي ڪئي. *(ڪلهوڙا دور حڪومت، ص 151-152)*

ان دور ۾ سنڌو درياهه جي وهڪري ۾ تبديلي نمودار ٿي. هي هڪ اهم واقعو آهي. اڄوڪي دور ۾ سنڌو درياهه حيدرآباد ۽ ڪوٽڙيءَ جي وچان وهي ٿو. پر سال 58-1759ع کان اڳ، هن هنڌان فقط درياهه جي هڪ شاخ وهندي هئي، جنهن ۾ پاڻي گهٽ هوندو هو، جنهن مان ماڻهو سواءِ ڪنهن خوف جي ايندا ويندا هئا. اصل درياهه موجوده حيدرآباد جي اوڀر ۾ وهندو هو. درياهه جي هن ڦيرڦار سنڌ جي جاگرافيائي صورت تي تمام وڏو اثر وڌو آهي. ڦليلي نالي ڦاٽ تڏهن وجود ۾ آيو، ان ڪري ئي اڳتي هلي ميان غلام شاهه کي ’حيدرآباد‘ شهر جي قيام ۾ مدد ملي. *(دي انڊس ڊيلٽا ڪنٽري، ص 118-120)*

ميان غلام شاهه هر لحاظ کان سوڀارو ٿي، 19 آڪٽوبر 1759ع تي، الهه آباد کي ڇڏي نئين وسايل شهر ’شاهه پور‘ ۾ اچي لٿو. جتي مضبوط ڇانوڻي قائم ڪئي وئي. شاهه ڳڙهه کان پنهنجن ٻارن ٻچن کي به اتي گهرائي ورتائين. ان کانپوءِ لاڙ ۾ ڪڪرالي جي ڄام ڏيسر ڏي متوجهه ٿيو. ڄام جي خلاف 1760ع جي وچ ڌاري قدم کنيو ويو. ڄام کي شڪست آئي، پر ميان صاحب کي تسلي نه ٿي. 8 ڊسمبر 1760ع تي فوجي معرڪي کانپوءِ، ڄام پنهنجو ’آباد‘ وارو قلعو ڇڏي هميشه لاءِ ڪڇ ملڪ ڏانهن هليو ويو. البت ڄام جو پٽ ’هر دور جي‘ اڳ وانگر ميان جي ملازمت ۾ رهيو. آگسٽ 1761ع (1175هه) ۾ احمد شاهه ابدالي بادشاهه پاران، ڪيس مڃتا طور ’شاهه وردي خان‘ جو خطاب، هڪ هاٿي ۽ ٻيون ڪجهه نوازشون عطا ٿيون. دائودپوٽن خانپور ۾ مسئلو پيدا ڪيو ته، سندن سيڪت ڏيڻ لاءِ فوج وٺي ان طرف ويو. اُچ جي سادات سندن سفارش ڪئي، ان ڪري معاملي کي درگذر ڪري واپس موٽي آيو *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 279-280)* بهاول پور جي ماخذن ۾ ڄاڻايل آهي ته دائودپوٽن هي مسئلو، محمد عطر خان جي تابيعداريءَ ۾ ڪيو هو، جنهن اڃا اقتدار جي خواهش کي سيني ۾ سانڍي رکيو هو.

ڪڇ ۽ سنڌ پاڙيسري ملڪ رهيا آهن. ٻنهي ملڪن ۾ مختلف وقتن تي لاڳاپا رهيا آهن. *(ايم. ايڇ پنهور: سنڌ ۽ ڪڇ جا لاڳاپا، سنڌي، مختلف صفحا)* ميان غلام شاهه جي دور ۾ سنڌ ۽ ڪڇ جي لاڳاپن ۾ بگاڙ اچي ويو. معاصر مؤرخ مير علي شير قانع هن ڏس ۾ قلم کنيو آهي. آڪٽوبر 1762ع (ربيع الثاني 1176هه) ۾ ڪڇ جي ماڻهن کي سڌي ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو ۽ رستي ۾ ’سندري‘ جو قلعو فتح ڪيائين. جاڙي جبل تي اٽڪل ڇهه هزار ماڻهو ترار جو ڪاچ ٿيا. اتان سوپارو ٿي، اڳتي وک وڌائي، يلغار ڪري وڃي ڀڄ کان ٻارهن ڪوهن تي پهتو [رستي ۾] ڪيئي ڳوٺ ۽ واهڻ ڦريا، لٽيا ۽ تابيعدار ٿيا. بستا بندر ۽ لکپت بندر جا قلعا پڻ فتح ٿيا. آخرڪار ڪڇ جي راءِ جي نيزاريءَ ۽ صلح جي دروازي کڙڪائڻ تي، ڪاميابيءَ سان موٽي اچي مٿيئين سال جي 02 رجب/ 17 جنوري 1763ع تي شاهه پور پهتو. ٻه سال پوءِ وري ڪڇ تي حملي جو اتفاق ٿيو. رستي ۾ ’مورو جي‘ جو قلعو زبردستيءَ فتح ڪري، ڀڄ کان پنجن ڪوهن تي وڃي منزل انداز ٿيا. ڪڇ جي راءِ وسيلا وچ ۾ آندا. جنهن تي صلح ڪري پوئتي واڳون واريائون. مير علي شير قانع وڌيڪ لکي ٿو ته، ڪڇ کان موٽڻ تي گهٽي مٽي ۽ واءُ لڳڻ ڪري، پراڻي شاهه پور کان نئين شاهه پور لڏي آيا. افغان بادشاهه پاران هنن سوڀن تي کيس اڳئين لقب سان گڏ ’صمصام الدوله‘ جو خطاب پڻ مليو. ان دور ۾ مقصودو فقير گذاري ويو ته محمد عطر خان اڪيلو ٿي اچي ميان غلام شاهه جي خدمت ۾ پيش ٿيو. ميان صاحب کيس معاف ڪري ڀاڪر پاتو ۽ طرحين طرحين نوازشون ڪيائين. خدا پاڪ جي فضل سان ميان غلام شاهه جو بخت بالا ٿيندو ويو. *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 280- 281)*

انگريز ليکڪ جيمس برنس ڪڇ ۾ رهيو هو. ڊاڪٽر هو ۽ ڪجهه وقت حيدرآباد جي ميرن جي دربار ۾ به رهيو هو. قانع رکُو ڪڇ ۽ سنڌ جي لڙاين جو احوال ڏنو آهي. البت ان جي سببن تي روشني نه وڌي آهي، پر برنس لکي ٿو ته: ”ڏيسل ڪانڀوءِ ڪڇ ۾ لکا جي راءِ ٻٽيو. ان بعد راءِ گوري ٿيو لکا جي، پنهنجي وزير راءِ پونجا کي قتل ڪرائڻ جو ارادو ڪيو. پر سيٺ پونجا ڀڄي اچي سنڌ پهتو. پونجا ڪانڀوءِ جيونسنگهه وزير مقرر ٿيو. هيءَ ڳالهه وري پونجا کي پسند نه آئي. هن پسمنظر ۾ ٻنهي ملڪن ۾ جنگ ٿي. سنڌي لشڪر ڪڇ کي فتح ڪرڻ وارو هو پر پونجا جي مداخلت تي ٻنهي ڌرين ۾ صلح ٿي ويو.“ *(سنڌ جي دربار، سنڌي، ص 121- 124)*

صلح جي شرطن ۾ طئه ٿيو ته راءِ جي ڀيڻ سان ميان غلام شاهه جي شادي ٿيندي. لکپت ۽ بستا بندر سنڌ جي قبضي ۾ رهندا. سيٺ پونجا کي وري ڪڇ ۾ وزير بنايو ويندو برنس وڌيڪ لکي ٿو ته، سنڌ جي حاڪم واپس ٿيندي لکپت ۾ پنج هزار فوجين جو ڄٿو ڇڏيو لکپت ان دور ۾ هڪ معمولي ڳوٺ هو سنڌو درياهه جي اوڀارين شاخ لکپت جي پرسان وهندي هئي. ميان جي حڪم تي ان شاخ کي بند ڏنو ويو ان ريت پاڻي سمنڊ ۾ وڃڻ بند ٿي ويو ان سبب هڪ زرخيز علائقو ڪلراٺو ٿي ويو هتان سارين جي پيدائش مان ڀڄ سرڪار کي ساليانو اٺ لک ڪوڙين جي اپت ٿيندي هئي. *(سنڌ جي دربار ص 124)*

سنڌ پاران ڪڇ تي ٻي ڪاهه 1764ع ۾ ٿي. ان جو پسمنظر ڏيندي جيمس برنس لکيو آهي ته، اصل ۾ ڪڇ جو راءُ وعدي مخالف نڪتو. هن سيٺ پونجا کي قتل ڪرائي ڇڏيو ٻئي طرف رشتي (شادي) بابت ڪيل انجام به نه پاڙيو ميان غلام شاهه پنجاهه هزار لشڪر وٺي ڪڇ ڏانهن وڌيو. لکپت کان وڌي قلعي ’موروجي‘ تي حملو ڪيو ويو ڪڇين جو وڏو تعداد مارجي ويو ۽ قلعو فتح ٿي ويو ڪڇ جي راءِ کوهن ۾ زهر وجهرائي، سنڌي لشڪر لاءِ مشڪلاتون پيدا ڪيون. ليڪن ميان صاحب رستو تبديل ڪري ڀڄ طرف وڌيو ڀڄ کان پنج ڪوهه پري هو ته راءِ جي طرفان صلح جو پيغام پهتو راءِ پنهنجي سوٽ جي نياڻي، ميان غلام شاهه جي نڪاح ۾ ڏيڻي ڪئي. *(تحفة الڪرام، راشدي ايڊيشن، ص 471)*

هن شاديءَ متعلق هڪ راءِ هن ريت به ملي ٿي: ڪڇ تي ٻي ڪاهه وقت ميان کي ڪوڪرن جي سردار جي ڌيءَ ڏني وئي. راءِ ڪانڀوءِ ڪڇ جي گاديءَ تي ڪوڪرن جو حق سمجهيو ويندو هو هي راءِ درست نه آهي. ابتدائي ٺاهه ۾ طئي ٿيو هو ته راءِ پنهنجي ڀيڻ جو سڱ ڏيندو. ليڪن ان تي عمل نه ٿيو ٻئي حملي ڪانڀوءِ راءِ پنهنجي والد جي سوٽ ايسوجيءَ جي ڌيءَ جو سڱ ڏيڻو ڪيو هيءَ شادي 1770ع ۾ ٿي. شاديءَ جي تاريخ تي مؤرخن ۾ اختلاف آهن. شاديءَ جي موقعي تي ٻنهي طرفن کان ڪيترين رسمون بجا آنديون ويون. هن حرم کي ’سنڌ راڻي‘ جو لقب مليو. ان دور ۾ ميان صاحب بستا بندر ۽ لکپت بندر جا علائقا، ڪڇ جي حاڪم کي موٽائي ڏنا. *(ڪلهوڙا دور حڪومت، ص 155- 160)*

ميان غلام شاهه جي حڪومت ۾ لاڳيتو استحڪام ۽ وسعت ايندي وئي. 1767ع ۾ بادشاهه ديري اسماعيل خان ۽ ديري غازي خان جي حڪومت به ميان غلام شاهه جي حوالي ڪئي. سنڌ جو حاڪم پنهنجي سرسيپٽمبر 1767ع ۾ ديرن طرف روانو ٿيو ٽي مهينا اتي رهي فسادين کي ناس ڪري، بندوبست ٺيڪ ڪري پنهنجا فوجي جٿا مقرر ڪري، ميان صاحب 09 ڊسمبر 1767ع تي واپس موٽي آيو. ياد رهي ته يار محمد ڪلهوڙي ۽ نور محمد ڪلهوڙي جي دور ۾ بولان لَڪ تائين وارا سمورا علائقا ’ميان ڪلهوڙن‘ جي بندوبست ۾ هئا، پر 1740ع ۾ نادر شاهه اُهي علائقا قلات جي واليءَ کي ڏئي ڇڏيا هئا. ميان صاحب وطن پهتو ته فسادي وري نروار ٿيا. نصرت نالي هڪ بدنام فسادي باهه ٻاري ڏني. ان ڪري 1768ع ۾ هي علائقا ميان کان واپس وٺي سردار جهان خان جي حوالي ڪيا ويا هئا. *(تحفة الڪرام، راشدي ايڊيشن، ص 471)*

1768ع ۾ ٺٽي جي امن لاءِ خطرو پيدا ٿيو نومڙيا قبيلي جي سردار گهٽي لشڪر سان ٻجار خان جوکيي تي حملو ڪيو. ٻجار خان بچاءَ خاطر ٺٽي طرف ڀڳو ميان غلام شاهه کي هي اطلاع مليو ته پاڻ ڇهه هزار فوج ٺٽي جي بچاءَ ۽ نومڙين جي تاديب لاءِ موڪلڻ جو حڪم جاري ڪيائين. جهيڙي جي خاتمي ڪانڀوءِ به، ٻه هزار لشڪر مستقل طور ٺٽي ۾ رکيو ويو. *(ڪلهوڙا دور حڪومت، ص 158- 159)*

ميان غلام شاهه حڪومت ورتي تڏهن 'مرادآباد' سرڪاري مرڪز هو هي شهر ڀڙي ويو ته 'الهه آباد' جو ماڳ وجود ۾ آيو ان کانپوءِ 'شاهه پور' جي نالي سان ٻه شهر تعمير ٿيا. ميان غلام شاهه حڪومتي اوج جي وقت ۾، هڪ نئين شهر ۽ قلعي جي اڏاوت جو فيصلو ڪيو عبدالمجيد جوکيو لکي ٿو ته، هڪ ڏينهن ميان غلام شاهه پنهنجن مدبرن سان صلاح ڪئي ته، 'اسان جا ابا ڏاڏا، الله جي رحمت سان، ڪجهه پيڙهين کان سنڌ جي حڪومت تي فائز آهن، پر انهن کا ٻه اهڙي مستحڪم اڏاوت نه ڪرائي آهي، جا مشڪل وقت ۾ اسان جي ڪم اچي. اسين چاهيون ٿا ته ڪنهن سني ماڳ تي هڪ اهڙو قلعو اڏايون، جو رهنديءَ دنيا تائين اسان جو يادگار رهي. *(تاريخ بلوچي، اردو ترجمو ص 15)*

قديم شهر 'نيرون ڪوٽ' [نوٽ: ان سان محقق اختلاف رکن ٿا ته نيرون، رنيڪوٽ هو ۽ هي هنڌ گنجي ٽڪر وارو هو] جي سرزمين تي شهر ۽ قلعي جي تعمير جو حڪم ڏنو ويو هن سال ۾ ئي هڪ مضبوط قلعو جڙي راس ٿيو ۽ ان تي 'حيدرآباد' نالو رکيو ويو قلعي جي سامهون ٽڪر جي مٿان شهر اڏائي رعيت کي قلعي جي حفاظت ۾ رهايو ويو. سنڌ جو حاڪم سيد غلام شاهه ذوالحج مهيني ۾ ديري (ديره غازي خان) کان موٽي اچي هن قلعي ۾ رهيو *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 281)* ياد رهي ته قلعي جي تعمير جو فيصلو ذوالقعد 1182هه/ مارچ 1769ع ۾ ٿي چڪو هو.

سوال آهي ته ٻن مهينن اندر هڪ عاليشان قلعو جڙي راس ٿيو اهو پنهنجي جاءِ تي هڪ اهم سوال آهي ته غلام شاهه ديري (ديري غازي خان) کان موٽي اچي حيدرآباد ۾ رهيو ان نڪتي مان هن اهم سوال جو جواب ملي ٿو ميان غلام شاهه کي 'ديرو غازي خان' سن 1770ع ۾ مليو هو. ميان صاحب انتظام درست ڪرڻ لاءِ ان طرف ويل هو ان دور ۾ هو ملتان جي حڪومت ۾ ٻه پائيوار هو *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 281)* امڪان آهي ته ميان صاحب ديري غازي خان کان مارچ 1770ع (ذوالحج 1183هه) ۾ واپس آيو ۽ سڌو اچي نئين تختگاهه ۾ رهيو هيگ ان پسمنظر ۾ حيدرآباد جي تعمير جو سال 1770ع تجويز ڪيو آهي، جيڪو وڌيڪ درست ڏسڻ ۾ اچي ٿو *(دي انڊس ڊيلٽا ڪنٽري، ص 121)*

ميان صاحب حيدرآباد ۾ هو ته مئي 1770ع (محرم 1184هه) ۾ حبيب فقير نائچ کي ٺٽي جو ناظم مقرر ڪيو ويو هن سال وري ديره غازي خان جو انتظام ميان صاحب کان واپس ويو، سردار جهان خان کي ڏنو ويو هيءُ علائقو هڪ سال اڳ ميان کي مليو هو پاڻ اتي وڃي انتظام کي درست ڪري موٽيو هو ميان غلام شاهه ذڪر هيٺ دور ۾، پنهنجي عروج کي پهتو هو هن کي سنڌ ۾ افغان تسلط بلڪل پسند نه هو ان مان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ هر وقت سوچيندو رهندو هو هڪ موقعي تي درٻار ۾ نامور اميرن ۽ سپهه سالارن کي چيائين ته تيار رهو اسين ڪيڏي مهل به احمدآباد (قنڌار) کي فتح ڪرڻ جو ارادو ڪري سگهون ٿا. *(تاريخ بلوچي، ص 16)* آزاديءَ جي تڙپ ۽ افغان ڏچي مان ڇوٽڪارو، غلام شاهه جي هڪ وڏي خواهش هئي. اهڙي شاهدي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي رپورٽن مان به ملي ٿي. ميان غلام شاهه جي دور ۾ قلات جو خان مير نصير خان بروهي هو ابتدا کان ڪلهوڙا- بروهي لاڳاپا سٺا نه رهيا هئا، پر مير نصير خان سنڌ جي حاڪم سان بهتر تعلقات لاءِ، 07 مئي 1772ع تي هڪ عهدنامو ڪيو ان ريت پوءِ هر مشڪل وقت ۾، خان قلات، ڪلهوڙا حاڪمن جي مدد ڪئي.

1772ع (1186هه) ۾ غلام شاهه تي فالج جو موتمار حملو ٿيو هن بيماريءَ سبب ميان 01 آگسٽ 1772ع (02 جمادي الاول 1186هه) تي وفات ڪري ويو *(تحفة الڪرام، راشدي ايڊيشن، ص 473- 474)* ميان صاحب کي پنهنجي ئي تعمير ڪرايل شهر (حيدرآباد) ۾ دفن ڪيو ويو

ڪلهوڙا حاڪمن ۾ ميان غلام شاهه پهريون حاڪم آهي، جنهن جي مقبري تي سنگ مرمر جو پٿر استعمال ٿيل آهي. مقبري جو گنبذ 1920ع ڌاري ڪِري پيو هو *(سنڌ جو سيلاني، ص 128)* پر اڄ تائين ان جي تعمير نه ٿي سگهي آهي. غلام شاهه جي وفات سان هڪ مدبر معاملي فهم، دور انديش ۽ باهمت حڪمران جو دور پورو ٿيو. سفارت، سياست ۽ فوجي طاقت ۾ ڪيس گهڻيون سوڀون حاصل ٿيون. هي افغان تسلط جي خلاف هو ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪارندن جي ارادن کان به واقف هو آزادي ۽ ماڻهن جي خوشحاليءَ لاءِ سندس جستجو قابل تعريف رهي. ارمان اهو آهي ته اهڙي مدبر حاڪم جي ڄمار گهڻي نه ٿي. جيتوڻيڪ ميان محمد سرفراز به هڪ معتبر حڪمران طور اڀريو، پر زماني ۽ حالتن سندس ساٿ نه ڏنو

**ميان محمد سرفراز خان:** محمد سرفراز خان ڪلهوڙو حڪومت تي وِيٺو ته، ٻه مهينا پوءِ 17 آڪٽوبر 1774ع تي احمد شاهه ابدالي فوت ٿيو. اقتدار لاءِ افغانن سان جنگ ٿي ۽ خون خرابو ٿيو. آخرڪار تيمور افغانستان جو نئون بادشاهه بڻجي ويو هن سنڌ طرف ڌيان ڏنو. هن محمد سرفراز خان کي حڪومت جي سند، 'خدايار خاني' لقب، ۽ ديري غازي خان جو علائقو عطا ڪيو *(تحفة الڪرام، راشدي ايڊيشن، ص 475-476)*

تيمور سنڌ جي نئين حاڪم کي ديري غازي خان جو علائقو سپرد ڪيو جيڪو اتي پنج مهينا (فيبروري 1773ع کان جولاءِ 1773ع) رهي معاملن کي ٺيڪ ڪري حيدرآباد موٽي آيو *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 164)*

30 مارچ 1773ع تي، قلات جي حاڪم مير نصير خان، ميان سرفراز خان سان دوستي ۽ صلح جو پيمان دستخط ڪيو ديري غازي خان کان موٽي اچڻ کانپوءِ، ڏيڍ سال جو عرصو امن جو گذريو شايد ان ئي دور ۾ حيدرآباد جي علائقي ۾ 'سرفراز واهه' جي کوٽائي ٿي. *(شاهه عبداللطيف آف ڀٽ، ص 129)* جيمس برنس لکي ٿو ته، ميان سرفراز جي دور ۾، ڪڇ تي ٻه حملا ڪيا ويا. سرفراز وڏو لشڪر وٺي آيو هو ان ڪري ملڪ جو وڏو حصو ويران ٿي ويو *(سنڌ جي درٻار، سنڌي ترجمو ص 123- 124)* حقيقت ۾ ميان سرفراز هڪ ڀيرو ڪڇ تي حملو ڪيو هو هن کي ٻئي حملي جو موقعو ئي نه مليو هو مير علي شير قانع ان ڏس ۾ لکي ٿو ته، آڪٽوبر 1774ع (شعبان 1188هه) سرفراز خان، ڪڇ تي حملي ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو ڪڇ جي حاڪم مقابلي بجاءِ استقبال ڪيو ان کانپوءِ پاڻ گجرات طرف روانو ٿيو اتي جي آسپاس جي جاڙيجي سردار ناته جي [ناٿا جي]، خوب

خدمتون بجا آنديون. ڪنڌ ڪوٽ جي دائود جي جاڙيجي، پنهنجي ڌيءَ مياڻ جي نڪاح ۾ ڏني. ميان سرفراز گهڻي ڪامراني ۽ سوڀ سان، ڊسمبر 1774ع ۾ وطن موٽي آيو. *(تحفة الڪرام، راشدي ايڊيشن، ص 476)*

ميان سرفراز به وڏن جي پيرويءَ ۾، پنهنجو نئون شهر ٻڌڻ جو ارادو ڪيو هو. ڪڇ ڏانهن وڃڻ کان اڳ هن نئين شهر تيار ڪرڻ جو حڪم ڏنو. هي شهر هالا جي پرسان وجود ۾ آيو ۽ ان جو نالو 'خداآباد' [نئين] رکيو ويو. ميان صاحب ڪڇ کان موٽيو ته سڌو اچي پنهنجي تعمير ڪرايل شهر (خداآباد) ۾ منزل ڪيائين. ميان سرفراز هتي رهندي 8-9 مهينا اطمينان سان گذاريا. مير علي شير قانع پنهنجو تاريخي ڪتاب 'تحفة الڪرام' (راشدي ايڊيشن) هن واقعي تي ختم ڪندي، ان جي ناظمن جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي:

حبيب فقير نائچ، محمد حسين، حبيب فقير (ٻيهر) ۽ مراد فقير نظاماڻي.

خداآباد ۾ رهندي ڪلهوڙن جي زوال جو آغاز ٿي ويو. هن ڏس ۾ راجا (راڄو) ليکي ۽ مير بهرام ۾ اختلاف پيدا ٿيا، جيڪي دربار جا اهم رڪن هئا. ديوان گدومل صلح لاءِ وڏيون ڪوششون ڪيون، جنهن مقصد لاءِ ڪلام مجيد تي عهدنامو به ڪيو ويو. ليڪن ميان سرفراز ۽ ٽالپرن ۾ ناهه نه ٿي سگهيو. مير محمد بخش ٽالپر جي راءِ آهي ته ميان سرفراز واعدي جي پڪڙي ڪندڙ نه هو. هن جي خيال ۾ قرآن مجيد تي ڪو به صلح نه ٿيو هو. هن جي راءِ مان ائين ٿو لڳي ته خود ٽالپرن ۾ اختلاف هئا، جن مسئلن کي وجود ۾ آندو. *(تاريخ ميران سنڌ، ص 22- 25)* تي، خداآباد ۾، دربار ۾ مير بهرام ۽ سندس پٽ مير صوبيدار مارجي ويا. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو، سنڌي، باب ائون، مختلف صفحا)* ليڪن همعصر ماخذن ۾ فتني جا ڪي ٻيا سبب به ملن ٿا. عبدالمجيد جوکيو لکي ٿو ته خود ٽالپرن ۾ نفاق پيدا ٿيو. سبب هي آهي ته مير بهرام کان اهم عهدو کسي جام فيروز ٽالپر کي ڏنو ويو. *(تاريخ بلوچي، اردو، ص 20-21)* ايسٽ وڪ جو اظهار هن ريت آهي: مير بهرام، جيڪو ٻروچن جو رئيس هو. تنهن کي ٻه پٽ هئا: مير بجر خان ۽ مير صوبدار خان. مير بجر خان جي غير حاضريءَ ۾، جو ان وقت گهرو نااتفاقيءَ سبب حج تي ويل هو، محمد سرفراز خان، مير بهرام ۽ مير صوبدار کي مارائي ڇڏيو. *(نئين مصر جا پراڻا ورق، سنڌي ترجمو ص 379)* هن پسمنظر ۾ سنڌ جي دربار ۾ بغاوت شروع ٿي وئي. مٿي ذڪر اچي چڪو آهي ته ايسٽ انڊيا ڪمپني ۽ ميان غلام شاهه جي وچ ۾، واپاري عهدنامو ٿيا. ميان سرفراز جي دور ۾ آڪٽوبر 1775ع ۾، ڪمپني سنڌ ۾ پنهنجو ڪاروبار بند ڪيو ۽ ان ٿي ۾ موجود ڪوٺين کي ختم ڪيو ويو *(سنڌ- برطانيا لاڳاپا، انگريزي، ص 50)* ان لاءِ سرفراز ڪلهوڙي جي پاليسين کي ذميوار سڏيو وڃي ٿو

ميرن جي قتل ڪانپوءِ ٽالپرن مير فتح خان جي قيادت ۾ بغاوت ڪئي ۽ ميان سرفراز کي معزول ڪري حيدرآباد جي قلعي ۾ نظربند ڪيو ويو. ان ريت ميان سرفراز جي حڪومت جو ٽي سالا دور پورو ٿيو. هي واقعو آگسٽ 1775ع ۾ ٿي گذريو. ميان يار محمد 1701ع کان اقتدار ۾ آيو مراداياب جي ڇهن سالن کي ڇڏي، ميان سرفراز جي معزولي يعني 1775ع تائين، پنجهتر سالن جو دور، نه رڳو ڪلهوڙن پر سنڌ جي تاريخ ۾ به وڏي اهميت رکي ٿو ان ڪانپوءِ ڪلهوڙا حڪومتي دور جو زوال شروع ٿي ويو.

**آخري ڪلهوڙا دور ۽ حڪومت جو زوال:**

**ميان محمود خان:** هي ميان غلام شاهه جو ٻيو نمبر پٽ ۽ محمد سرفراز جو ننڍو ڀاءُ هو. سرفراز جي معزوليءَ کان پوءِ ٽالپرن محمود خان کي حڪومت جي پڳ ٻڌائي. مير فتح خان اقتدار ۾ شرڪت نه ڪئي ۽ مير بجار جو انتظار ڪرڻ لڳو جو حج تي ويل هو سڀ ڪجهه راجي ليکيءَ جي هٿ ۾ اچي ويو ۽ هو حڪومت جو اعليٰ نگران بنجي ويو. تاجو ليکي (راجي ليکيءَ جي پٽ) حيدرآباد کان سمنڊ تائين وارو علائقو سنڀاليو. غلام رسول مهر هن ڏس ۾ مير فتح خان تي سخت تنقيد ڪئي آهي، جڏهن ته ٽالپرن جي خون خرابي جو ذميوار راجا ليکي بنيو، تڏهن اقتدار جي واڳ هن جي هٿ ۾ ڇو ڏني وئي؟ محمد سرفراز کي معزول ڇو ڪيو ويو؟ ليکي خاندان کي ايتري ڇوٽ ڇو ڏني وئي. ڇا اهو بهتر نه هو ته مير بجار جي واپسيءَ تائين، مير فتح خان ڪو به قدم نه کڻي ها. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو سنڌي ص 632-635)* مير بجار خان پهتو ته ميان محمود خان کي هٽائي، ميان غلام نبيءَ کي تخت نشين ڪيو ويو. هو ميان غلام شاهه جو ڀاءُ هو. برٽن جي راءِ آهي ته محمود خان ڏهه مهينا حڪومت ڪئي. *(سنڌ ۽ سنڌو ماٿري ۾ وسندڙ قومون، سنڌي، ترجمو، ص 21)*

**ميان غلام نبي خان:** امڪاني طرح ميان صاحب ربيع الآخر 1190هه/ مئي 1776ع ڌاري سنڌ جو حاڪم بنيو هوندو. ميان غلام نبيءَ لاءِ لکيو ويو آهي: "غلام نبي وڏو حليم ۽ بردبار ماڻهو هو. هن جو ظاهر توڙي باطن سينگاريل هو. راجي ليکيءَ کان بيزار هو. راجا جڏهن به مير صاحبن جي شڪايت ڪندو هو ته، وقت جو حاڪم منهن ڦيري ڇڏيندو هو." هن ليکي خاندان بجاءِ اختيار، ميان عبدالنبيءَ کي ڏنا، جو هن جو سڳو ڀاءُ هو. ميان عطر خان ۽ محمود خان کي خدا آباد مان حيدرآباد موڪليو ويو، جتي انهن کي به ميان سرفراز ۽ سندس پٽ مير محمد سان گڏ قلعي ۾ نظربند رکيو ويو *(تاريخ بلوچي، ص 35)* ياد رهي ته هي سياسي تبديلي مصلحت خاطر تڏهن ٿي، جڏهن مير بجار حج پڙهي سنڌ موٽي آيو هو. هِت سوال اُڀري ٿو ته مير بجار حج پڙهي ڪهڙي رستي سان سنڌ پهتو هو. انگريز ليکڪ پوسٽنس جو خيال آهي ته مير بجار عربستان کان مسقط پهتو، جتي ڪيس مارائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، ليڪن هو بچي ويو *(پرسنل آبزرويشن آن سنڌ، ص 177)* عبدالمجيد جوکيو لکي ٿو ته مير بجار ڪيچ کان ڪوهستان ۽ پوءِ قلات پهتو هن قلات جي حاڪم مير نصير خان کان فوجي مدد طلب ڪئي، پر هن انڪار ڪيو ڇو ته مير نصير خان ۽ ڪلهوڙا حاڪمن ۾ دوستيءَ جا معاهدا ٿيل هئا. بعد ۾ مير بجار سيوهڻ پهتو، جتي ٽالپر سردار به ساڻس اچي مليا ۽ سنڌ ملڪ جي حالتن تي غور ويچار ڪيو ويو *(تاريخ بلوچي، 32)*

عبدالمجيد جوکئي جي همعصر مير عظيم الدين جي راءِ آهي ته، قلات جي حڪمران، مير بجار کي ڪلهوڙن جي برخلاف فوجي مدد جي آڇ ڪئي، ليڪن بجار هيءَ مدد قبول نه ڪئي. *(فتح نامه، فارسي، ص 42)* عظيم الدين جي ڀيٽ ۾، عبدالمجيد جوکيي جي راءِ وڌيڪ درست آهي. مير بجار حج کان موٽندي، قلات فوجي مدد لاءِ آيو. ليڪن مير نصير خان جي انڪار تي هو سيوهڻ پهتو. اتي ٽالپر سردار گڏ ٿيا ۽ صلاح مصلحت بعد خدا آباد (هالا) پهتا. ان دور ۾ راڄي ليڪي وڏي چمار ۾ فوت ٿيو. ان جي موت لاءِ به متضاد رايا ملن ٿا، پر حقيقت ۾ وڏيءَ عمر ۾ سياسي حالتن جي دٻاءَ تحت، هن 1776ع ۾ وفات ڪئي. *(تاريخ بلوچي، ص 36)* مير بجار خدا آباد کان ٻارهن ميل پري تنبو هڻي ويهي رهيو. ٽالپر ڪيس راڄڌانيءَ تي حملي لاءِ چوندا رهيا، پر هو حالتن جو جائزو وٺندو رهيو. ڪجهه وقت کان پوءِ سنڌ جي فرمانروا حڪم جاري ڪيو ته، مير بجار جنگ چاهي ٿو ته اسان تيار آهيون، يا وري منزل ڪٽي ڪنهن ٻئي پاسي هليو وڃي. *(اي هسٽري آف سنڌ، 172)* فرمان جاري ٿيو ته بجار سامان ڪٽي لشڪر کي وٺي عمرڪوٽ ڏي روانو ٿيو. ان وقت سنڌ جي حاڪم پاران اتي ڪوسا مقرر ٿيل هئا. بجار جي اچڻ جو ٻڌي ڪوسا ڪوٽ خالي ڪري ويا، جنهن تي ٽالپرن قبضو ڪري ورتو. اهڙو اطلاع 'خدا آباد' پهتو ته ميان غلام نبي عملي طرح سرگرم ٿي ويو. تاجو ليڪي، محراب جتوئي ۽ ٻيا جنگ جي تيارين ۾ لڳي ويا. الهه بخش جنجهڻ اڳتي وڌي سيٽاڻي سان عمرڪوٽ جو قبضو ڇڏايو. ان طرح ٽالپر قلعو ڇڏي هليا ويا. حالتن جي سنگيني ڏسي مير بجار به جنگ جي تياري شروع ڪري ڏني. ڪجهه ڌرين ڪوشش ورتي ته جنگ بجاءِ صلح ٿي وڃي. پر ائين نه ٿي سگهيو. ٽالپرن وٽ ڇهه هزار لشڪر هو. سرڪاري ڌر وٽ ٽيهن هزارن جو شڪر موجود هو. لانياري- شهدادپور وٽ خوفناڪ جنگ ٿي. جنگ ۾ ٽالپرن جي سرسي ٿي. سرڪاري ڌر جو اهم رڪن پيروز پٺافي جنگ ۾ مارجي ويو. ڪلهوڙن جا ڪي اهم ڪمانڊر مير بجار جي ڪئمپ ۾ پهتا. تڏهن ميان غلام نبي قرآن مجيد ڏئي، ڪي ماڻهو مير بجار ڏي موڪليا. ان حالت ۾ ميان غلام نبيءَ تي حملو ٿيو. هو سخت زخمي ٿي ڪري پيو ۽ چند گهڙين ۾ فوت ٿي ويو. [اهو سال 1777ع/ 1191هه هو] هن جو ميت ڪفن دفن لاءِ حيدرآباد موڪليو ويو. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو، سنڌي، ص 659-667)* سوال آهي ته ميان غلام نبيءَ کي ڪنهن قتل ڪيو؟ ڪي چون ٿا ته ان جو ذميوار خود مير بجار آهي. جڏهن ته ٻي راءِ موجب هي ڪم تاجو ليڪيءَ ڪيو ۽ پوءِ شاهه ڳڙهه هليو ويو سندس گرفتاريءَ لاءِ ماڻهو موڪليا ويا. هي واقعو 1776ع ۾ ٿي گذريو.

**ميان عبدالنبي خان (پهريون ڀيرو)**: مير بجار لشڪر وٺي خدا آباد (هالا) پهتو. فيصلو ٿيو ته ميان سرفراز کي قيد مان ڪڍي تخت تي وهارجي. حيدرآباد جي قلعي جو بندوبست، ميان نور محمد جي آخري پٽ ميان عبدالنبيءَ جي هٿ ۾ هو. هن کي اهڙا اطلاع مليا ته، ڇئن شهزادن: عطر خان، ميان سرفراز، ميان محمد (سرفراز جو ڀاءُ) ۽ محمد خان (ميان سرفراز جو پٽ)، جي قتل جو حڪم ڏنو ويو. جنهن تي عمل به ٿيو هي حڪم ميان غلام نبيءَ جي سڳي ڀاءُ عبدالنبيءَ ڏنو ۽ ان تي عمل جوڻيجا برادريءَ جي ڪجهه فردن ڪيو جي هنن جا ناناڻا هئا. اها خبر خدا آباد پهتي ته مير بجار چيو ته هاڻي حڪومت عبدالنبيءَ کي ڏيڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونهي. ان ريت عبدالنبيءَ کي خدا آباد آندو ويو. مخدوم نوح جي درگاهه ۾ نئين حاڪم جي دستار بندي ٿي بعد ۾ ڪيس خدا آباد جي سرفراز محل ۾ آندو ويو. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 174-175)*

ميان عبدالنبي 1777ع (1191هه) ۾ سنڌ جو حڪمران بڻيو ۽ پهريون ڀيرو چار سال سنڌ جو حاڪم رهيو. هن حڪمران جو دور هر لحاظ کان تعريف لائق نه آهي. هن دور ۾ سنڌ ۽ سنڌي عوام گهڻيون تڪليفون ڏٺيون. آخرڪار ڪلهوڙا خاندان جي حاڪميت خاتمي طرف وڌڻ لڳي. ميان عبدالنبي حڪومت جي انتظام کي ٺيڪ ڪرڻ ۾ لڳي ويو. الهه بخش جنجهڻ ۽ تاجو ليڪي درٻار ۾ آندا ويا. هڪ کي قيد رکڻ ۽ ٻئي (تاجو) کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو. البت مير بجار جي سفارش تي ٻنهي جي جان بخشي ٿي. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي، ص 160)* اوائلي سال ڪن امن ۽ انتظام جا گذري ويا. سنڌ واسين ڪي ڪي قدر اطمينان ٿيو ته ملڪ ۾ هاڻي سک ۽ سانت آهي. ميان سرفراز جي معزوليءَ کان پوءِ بي يقينيءَ سبب حالتون بگڙيون ۽ ملڪ جي پيداوار ختم ٿي چڪي هئي. ان پس منظر ۾ افغانن کي خراج ملڻ بند ٿي ويو هو. ان کان سواءِ عزت يار خان (پٽ احمد يار خان پٽ ميان نور محمد) ڪلهوڙو ورهين کان وٺي افغان درٻار ۾ موجود هو. عزت يار خان افغانن کي وڏيون لالچون ڏئي پنهنجي لاءِ حڪومت جو پروانو حاصل ڪيو ۽ افغان سپهه سالار محفوظ خان سان گڏ سنڌ لاءِ روانو ٿيو ته جيئن ڪيس حڪومت وٺي ڏئي. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي ص 160)* سنڌو ماتريءَ جي ٻين حاڪمن کي به محفوظ خان جي مدد لاءِ تاڪيد ڪيو ويو. ٽيهه هزار لشڪر سنڌ تي ڪاهي آيو. مير بجار ۽ ميان عبدالنبي وڏو لشڪر وٺي سکر پهتا. لکي ۽ شڪارپور جي وچ ۾ ڇتي جنگ لڳي. افغانن کي شڪست ملي ۽ انهن پڇي اچي شڪارپور جي قلعي ۾ پناهه ورتي. ڪي ناموز افغان ڪمانڊر، سنڌ جي قيادت آڏو پيش ٿيا، جن کي تحفا ڏئي واپس روانو ڪيو ويو. *(اي هسٽري آف سنڌ، 176-177)* بهاولپور جو نواب، عبدالنبيءَ جي مدد لاءِ روهڙيءَ پهتو، پر ايسين معاملو ختم ٿي چڪو هو. نواب صاحب کي عزت بخشي، تحفا تحائف ڏئي بهاولپور روانو ڪيو ويو. هي واقعو 1193هه/ 1779ع ۾ پيش آيو. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو ص 693)*

افغان لشڪر جي شڪست جو ٻڌي تيمور (افغان بادشاهه) تپي باهه ٿي ويو ۽ هن خود سنڌ تي حملي جي تياري ڪئي. ميان عبدالنبي وزيراعظم شير خان کي خط لکي صفائي پيش ڪئي، پر ان جو ڪو به اثر نه ٿيو ۽ هو وڏي لشڪر سان سنڌ لاءِ روانو ٿي ويو. تيمور سنڌ ڏانهن ايندي سکر پهتو مير بجار درياهه تي ٻيڙين جي پل تعمير ڪرائي، جا خود تيمور کي ڪم آئي. مير بجار ۽ ٻين بهترين سفارتڪاريءَ ذريعي

معاملي کي ٿڌو ڪيو ۽ جنگ ٽيندي ٽيندي ٽري وئي. ڏيتي ليتي ۽ مستقبل جي واعدن موجب، تيمور ملڪ ڇڏڻ لاءِ تيار ٿي ويو. حڪومت جو پروانو ميان عبدالنبيءَ لاءِ جاري ٿيو. هن کي 'معتمد الدوله شاهنواز خان فيروز جنگ' جو خطاب مليو. ان سان گڏ هاٿي، سوني جُهلَ ۽ عراقي گهوڙا بہ تحفا ڏنا ويا. تيمور جو سنڌ تي هي جملو 1780ع ۾ ٿيو هو. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو سنڌي، ص 615-697)*

هنن حملن ۽ ڪاهن کان پوءِ عبدالنبي ۽ مير بجار جو هڪ ٻئي تي اعتماد وڌي ويو. مير بجار سنڌ جي اڳي، ڪاري جو مالڪ بنجي ويو. هن امن امان کي ٺيڪ ڪيو. عدل ۽ انصاف کي بحال ڪيو. سموري ملڪ کي دشمنن ۽ ظالمن جي گرفت مان آجو ڪري امن جو مرڪز بڻائي ڇڏيو. *(تاريخ بلوچي، ص 45)* سن 1780ع ۾ مير بجار جوڌپور جي سرحد تي هڪ قلعو ٺهرايو. هي قلعو پوءِ 'ميرڳڙهہ' سڏجڻ ۾ آيو. قلعو ڪپري تعلقي جي دنگ وٽ، سابق رياست خيرپور جي حد ۾ ڳوٺ پيرائوءَ ۾ تعمير ڪرايو ويو. *(تاريخ ريگستان، ياگو پهريون، ص 185)* سنڌ جا معاملا نهايت ٺيڪ ٺاڪ هلي رهيا هئا، تہ اوچتو دربار ۾ ڇڪتاڻ پيدا ٿي. ميان عبدالنبي ۽ مير بجار هڪ ٻئي جا دشمن بنجي ويا. دشمنيءَ جا مختلف سبب بيان ڪيا وڃن ٿا. هڪ راءِ آهي تہ ميان عبدالنبي، مير بجار جي دليري ۽ دانائيءَ کان ڊڄندو رهيو. ان ڪري جوڌپور جي راجا وٽان جلاد گهرائي، هن کي قتل ڪرائي ڇڏيائين. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي، ص 160-161)* هي واقعو 1780ع ۾ پيش آيو. مير بجار جي مزار خداآباد (هالا) ۾ موجود آهي.

**ميان صادق علي:** ميان صادق علي، ميان يار محمد جو پوٽو ۽ ميان غلام حسين جو پٽ هو. طاقت جو محور ٽالپر ٿي ويا هئا. جڏهن ڪلهوڙا خاندان ۾ ٻيو معتبر ۽ مدبر ماڻهو نہ رهيو، تڏهن مجبور ٿي ميان صادق عليءَ کي پڳ ٻڌائي وئي. بجار جي مارجڻ وقت سندس پٽ مير عبدالله تختگاهہ ۾ نہ هو. جڏهن هيءَ خبر عام ٿي تہ مير عبدالله خان خداآباد طرف وڌي رهيو آهي. تڏهن ميان عبدالنبي نومڙين جي مدد سان ڪنڪر (ڪونڪ) کان قلات هليو ويو ۽ پٽن کي جوڌپور روانو ڪري ڇڏيائين. ٻئي طرف ميان جا گهر ياتي پوڪران رستي جوڌپور پهتا. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 180)* ٽالپرن مير عبدالله کي پنهنجو سردار چونڊيو. حاڪم ميان صادق علي ٿيو تہ مير عبدالله خان حڪومت جو سرپرست بنجي ويو. ان وقت جوڌپور جي لشڪر جا سنڌ طرف وڌڻ جا اطلاع پهتا. سنڌ جا اڳواڻ فوج وٺي سرحد طرف روانا ٿيا. هي حملو ميان عبدالنبيءَ جي مدد لاءِ ڪيو ويو هو. جوڌپور جي راجا جو پٽ لشڪر جي قيادت ڪري رهيو هو. 1781ع ۾ موجوده ڪپري تعلقي جي چوڌڳي ڳوٺ وٽ، جوڌپور ۽ سنڌ جي لشڪر ۾ معرڪو ٿيو سنڌ جي لشڪر جنگ کٽي ۽ جوڌپوري لڙائي هارائي ميدان ڇڏي ويا. سنڌ جي فوج کي غنيمت جو گهڻو مال هٿ آيو. *(تاريخ ريگستان، ياگو پهريون، ص 186)* خود ميان عبدالنبي رياست قلات جي لشڪر سان لاڙڪاڻي طرف ظاهر ٿيو. قلات جي حاڪم جو نياڻو زرڪ خان زهري بہ ميان جي مدد ۾ موجود هو. حالڪ پل وٽ مير عبدالله ۽ ميان صادق علي، قلات جي لشڪر جي دوبدو ٿيا. جنگ هلندي ميان عبدالنبي، ميان صادق عليءَ کي گوشائتو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. زبردست جنگ ٿي ان ۾ زرڪ خان زهري، محراب جتوئي ۽ آڊو جتوئي مارجي ويا. عبدالنبي جنگ هارائي قلات هليو ويو. رياست پاران هن جي خرچ پکي لاءِ حاجي پور تعلقي جي محصول جو اڌ مقرر ڪيو ويو. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو سنڌي، ص 726-728)* جنگ کانپوءِ ڪلهوڙو حاڪم لشڪر سميت خدا آباد (هالا) پهتو.

مير عبدالله خان فرمان جاري ڪري ڪي محصول ختم ڪيا. عبدالنبي وڃي افغان دربار ۾ نڪتو. مدد خان جي نالي فرمان جاري ٿيو تہ، لشڪر وٺي سنڌ پهچي عبدالنبيءَ کي حڪومت وٺي ڏي. *(تاريخ بلوچي، ص 56)* سنڌو ماٿر جي ٻين والين کي بہ عبدالنبي ۽ مدد خان جي مدد لاءِ حڪم ڏنا ويا. اهڙي خبر خداآباد پهتي تہ مير عبدالله خان، ٻين ٽالپرن سان مشورو ڪيو. مير فتح خان جي راءِ هئي تہ بادشاهي لشڪر جي سامهون ڪيئن ٽڪجي. ان هوندي بہ مير عبدالله خان لشڪر وٺي مدد خان پٺاڻ جي پيڇي ۾ نڪتو. مير فتح خان ۽ مرزا فقير خداآباد ۾ رهيا، پر پوءِ بہ اهي فوج وٺي وڃي مير عبدالله خان سان مليا. طئي ٿيو تہ مدد خان اڳرائي ڪري حملو ڪيو تہ جنگ ڪنداسين. ائين ٿوڏسجي تہ ٽالپر پاڻ ۾ متفق نہ ٿيا ۽ پوءِ عمرڪوٽ هليا ويا. مدد خان، ٽالپرن کي چوائي موڪليو تہ، آءُ جنگ لاءِ نہ آيو آهيان. مون کي درياهہ رستي خداآباد وڃڻ جي اجازت ڏيو. اتي خزانو پوريل آهي، اهو هٽ ڪري آءُ واپس هليو ويندس. عبدالنبي خداآباد پهچي پنهنجن ماڻهن کي چيو تہ، وڃو آسپاس جي ڳوٺن مان ڦرلٽ ڪري ڪجهہ ڪٽي اچو تہ مدد خان جو پيٽ ڀريون. خدا جي مخلوق وڏي ڏچي ۾ اچي وئي. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو 733-742)* ظلم ۽ زيادتين جا اطلاع پهتا تہ مير پريشان ٿيا. مير فتح خان ۽ مير عبدالله ۾ تلخ ڪلامي ٿي. عبدالله خان عمرڪوٽ ڇڏي جنگ لاءِ نڪري پيو. وري بہ مير فتح خان پوئتي رهجي ويو. مير الهداد ذريعي ظالم حملي آور ڏي پيغام موڪليو ويو تہ، تو واعدا ڪري ماڻهن کي ماري ۽ ڦريو آهي. مير عبدالله کي حملي آور پيغام موڪليو تہ دربار مان حڪم پهتو آهي تہ، سنڌ ۾ اقتدار مير (عبدالله) کي ڏئي، خراج جو بندوبست ڪري، ڪجهہ واعدا وٺي صلح صفائي ڪري موٽي اچو اوهين اچو تہ گفتگو ڪري مسئلي جو ڪو حل ڪيون. مير فتح وري بہ صلح لاءِ تيار ٿي ويو البت عبدالله خان جنگ جي تياري ڪئي. فتح خان ۽ باگو خان وري بہ عمرڪوٽ هليا ويا. جنگ جي تياريءَ لاءِ ٽالپرن جو لشڪر عبدالله خان جي قيادت ۾ دين ڳڙهہ روانو ٿي ويو *(تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو سنڌي، ص 746-750)* ميرن ۾ نفاق جي خبر مدد خان کي پئي تہ، هو تيزيءَ سان عمرڪوٽ پهتو مير فتح علي ان ڳالهين لاءِ افغان ڪئمپ ۾ پهتو تہ ڪيس گرفتار ڪري قابو ڪيو ويو. افغان لشڪر ڪيس روهڙي ڪٽي آيو مٿس زور پريو ويو تہ تون هاڻي قيدي آهين. ڇوٽڪاري لاءِ بہ لک روپيا ڏي. مجرم جي حيثيت ۾ معافي وٺ. خط لکي سيني ميرن کي هتي طلب ڪري وٺ. قيدي فتح خان

سنڌ ۾ ڪلهوڙا دور حڪومت

خط لکيا، پر رات جو ڪيس ڀڄڻ جو موقعو ملي ويو. صبح جو هيءَ خبر مدد خان کي پئي ته ڏاڍو پريشان ٿيو. بنا دير هن مير عبدالله خان ڏانهن وڪيل موڪليو ته مير فتح خان جي ڳالهين تي اعتبار نه ڪجو. اچو ته صلح صفائي ڪري، اقتدار اوهان جي حوالي ڪري، آءُ افغانستان پهچي بادشاهه کي سموري معاملي جي رپورٽ پيش ڪريان. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو، سنڌي، ص 751-759)* مير عبدالله خان، وڪيل کي بي عزتو ڪري واپس ڪيو ۽ پاڻ جنگ جي تياريءَ ۾ لڳي ويو. مدد خان کي جنگ جي خاطري ٿي ته، ميان عبدالنبيءَ کي اڪيلو ڇڏي، پاڻ اباوڙي مان منزل ڪٽي درياهه ٽپي افغانستان هليو ويو. مدد خان سنڌ ۾ جيڪا بربادي آندي، ان جو تفصيل جدا جدا ڪتابن ۾ موجود آهي. خداداد خان موجب مدد خان سنڌ ۾ 1781ع (1195هه) ۾ آيو ۽ هڪ سال رهي اهل سنڌ جي بربادي ڪيائين. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي ڇاپو، ص 164)*

**ميان عبدالنبي خان (ٻيو ڀيرو):** مدد خان سنڌ مان روانو ٿيو ته ميان عبدالنبي وري پنهنجيون سرگرميون شروع ڪيون. عبدالنبي لشڪر گڏ ڪري معرڪي لاءِ روانو ٿيو. ٽالپرن ۽ ڪلهوڙن جي وچ ۾ راڻيپور وٽ جنگ لڳي. ان جنگ ۾ ٽالپرن جي سرسي ٿي. بهاولپور جو والي محمد بهاول خان ثاني وچ ۾ پيو. نواب صاحب ڪوششون وٺي ٻنهي ڌرين ۾ صلح ڪرايو. ان پسمنظر ۾ ميان عبدالنبي ٻيهر سنڌ جو حاڪم بڻجي ويو. مملڪت جو انتظام عبدالله خان ٽالپر جي حوالي ڪيو ويو. صلح ۽ ناهه ڪانپوءِ ٻئي ڌريون خداآباد (هالا) روانيون ٿيون. ذڪر هيٺ دور بابت معاصر مؤرخن، وڏي غفلت ۽ لاپرواهي ڪئي آهي. ان ڪري هي ڇئي نه ٿو سگهجي ته، عبدالنبي ٻيو ڀيرو ڪهڙي تاريخ، ڪهڙي مهيني ۽ ڪهڙي سال ۾ سنڌ جو حاڪم بڻيو. شايد هو 1781ع جي آخر ڌاري حڪمران بڻيو هجي. هِت هڪ ٻيو سوال به اڀري ٿو ته، جنگ چالڪ ڪانپوءِ ڪٿي به ميان صادق عليءَ جو ذڪر نه ٿو ملي. مٿي ٿيل ذڪر موجب، چالڪ واري جنگ ۾ ميان صادق عليءَ کي ميان عبدالنبي گوشائتو ڪري ڇڏيو. مدد خان واري دور ۾ هڪ طرف سنڌ جي بربادي ٿيندي رهي ۽ ٻئي طرف هڪ شهر کان ٻئي ماڳ تائين، گهمندا ڦرندا ۽ صلاحون ڪندا رهيا. ان مذڪور ۾ به ميان صادق عليءَ جو نالو ٻڌڻ ۾ نه ٿو اچي. مدد خان ۽ عبدالنبي گڏ هجن يا مير عبدالله ۽ عبدالنبي جي ناهه ۽ صلح جو معاملو هجي، پر ڪٿي به صادق عليءَ جو نالو نشانبر نه ٿو ٿئي. ٿي سگهي ٿو ته هو غريب قربانيءَ جو ٻڪرو بڻجي ويو هجي. چالڪ جي جنگ ۾ قلات جي حاڪم جو نائي مير زرڪ خان مارجي ويو هو. عبدالنبي وري حاڪم ٿي ويلو تڏهن خون بها طور ڪراچي بندر (علائقو)، خان قلات جي حوالي ڪيو ويو *(يادگيريون، سنڌي ترجمو ص 57)* سنڌ وطن لاءِ هي فيصلو هر لحاظ کان نهايت خطرناڪ هو ڇهه مهينا خير خوبيءَ سان گذريا. حالانڪ ٽالپر ۽ ڪلهوڙا عام هلت چلت واري پيرويءَ ۾ ڏنا ويا. پر ٻنهي ڌرين جون دليون صاف نه هيون. هڪ ڀيرو سنڌ جي حاڪم، مير عبدالله خان کي اعتماد ۾ به ورتو ان ڪانپوءِ مير فتح خان ۽ مير عبدالله دربار ۾ ايندا ويندا رهيا. هڪ موقعي تي ميان عبدالنبي، مير عبدالله کي چيو ته، حڪومت جون واڳون تو وٽ آهن، خزانو تو وٽ آهي. افغانن کي خراج ۽ ملازمن کي پگهارون نه مليون آهن. ائين گفتگو ڪندي مير عبدالله خان ۽ مير فتح خان جي گرفتاري عمل ۾ آئي. *(تاريخ بلوچي، ص 65)* بعد ۾ ٻنهي ميرن کي قتل ڪيو ويو. ان کان سواءِ مير مرزو به ماريو ويو. *(فتح نامہ، فارسي، ص 99، حاشيو)* ميرن جي مارجڻ ڪانپوءِ ميان عبدالنبي، خداآباد کي ڇڏي حيدرآباد لاءِ روانو ٿيو. ڏگاڻو جتوئي ۽ پيروز ڪليري، ڇئن هزارن جي لشڪر سان، هن جي حفاظت ڪندا رهيا. *(تاريخ بلوچي، ص 69)* حيدرآباد پهچڻ ڪانپوءِ ميان عبدالنبي، امڪاني جنگ لاءِ تياريون شروع ڪري ڇڏيون. مير عبدالله جي جاءِ تي ڏگاڻو جتوئي حڪومت جو وزير مقرر ڪيو ويو. ٽي چار لک سالانه آمدنيءَ واري لاڪاڻ جي جاگير هن کي ملي. ٻيءَ روايت موجب ميان جي ماءُ، محمد حسن ڪهاوڙ کي حرمسراءِ جي دروازي تي سڏايو. هن کان وفاداريءَ جو قسم وٺي 'امير الامراءِ' جو لقب ڏنو ۽ قيمتي خلعت ۽ ڪلنگي ڏنا ويا. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو، سنڌي، ص 772، ص 775)* ان دور ۾ ميان صاحب عمرڪوٽ جو قلعو (علائقو) جوڌپور جي راجا بجي سنگهه کي ڏنو ۽ هن کان فوجي مدد جي طلب ڪئي. ڦلوسنگهه جي قيادت ۾ هڪ لشڪر ٽر ۾ پهتو، پر ميان وٽان خرچ نه ملڻ ڪري جوڌپوري لشڪر واپس هليو ويو. پوءِ به عمرڪوٽ جوڌپور جي قبضي ۾ رهيو. *(تاريخ ريگستان، ڀاڳو ڀڙيون، ص 190-191)*

**هالاڻيءَ جي جنگ ۽ ڪلهوڙن جي حڪومت جو خاتمو:** جنهن وقت خداآباد ۾ خون خرابو ٿيو، ان وقت ٽالپر سردار ٺٽي مٺا خان جوٽيجي ۾ موجود هئا. مڪيه مير ٽالپر فوجي مدد لاءِ بهاول پور روانو ٿيو. ليڪن اهڙي اميد نه ڏسي مايوس ٿي موٽيا. ٽالپرن فيصلو ڪيو ته پنهنجن وسيلن تي ڀاڙي ڪلهوڙن سان جنگ ڪرڻي پوندي. *(تاريخ بلوچي، ص 69)* ياد رهي ته ان وقت نواب محمد بهاول خان ثاني (وفات: 1809)، بهاولپور جو امير هو، جنهن ڪلهوڙن جي پيٽ ۾ ٽالپرن جي فوجي مدد کان انڪار ڪري ڇڏيو. مير فتح علي خان سنڌ طرف روانو ٿيو. لاڙ جي بلوچن کي به اتر ڏي اچڻ جو تاڪيد ڪيو ويو. ڪلهوڙن پاران ڏگاڻو جتوئي ۽ پيروز ڪليريءَ کي حڪم ٿيو ته ٽالپرن جي چرپر تي نگاهه رکن. ٻئي لشڪر آمهون سامهون ٿيا ته جنگ شروع ٿي وئي. ليڪن ڪلهوڙن جو لشڪر ميدان ڇڏي ڀڳو. ميان عبدالنبيءَ جي سامهون آيا ته ان به جتوئي ۽ ڪليريءَ جي بي عزت ڪئي. *(تاريخ بلوچي، ص 70)* هن جنگ بابت غلام رسول مهر لکي ٿو ته، ٽالپرن ٻار ٻچا دين ڳڙهه پهچايا. مير فتح علي خان وٽ ڇهه هزار بلوچ هئا. هن سان کي ٻيا ٽالپر امير به هئا. مير سهراب وڏيڪ ماڻهو گڏ ڪرڻ لاءِ ونگي (لاڙ) موڪليو ويو. *(تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو سنڌي، ص 771)* ميان جي لشڪر ۽ ٽالپرن ۾ معرڪو ٿيو ڪلهوڙن جي هار ٿي. هي جنگ ڪٿي ٿي، ان بابت ڄاڻ موجود ڪونهي. ٽالپرن ٻار ٻچا دين ڳڙهه پهچايا ۽ پاڻ لشڪر سميت اباوڙي ۽ پوءِ ميرپور پهتا. ان ريت گمان غالب آهي ته هي جنگ ميرپور ۽ ڏهرڪيءَ جي آسپاس ٿي هوندي.

سنڌ ۾ ڪلهوڙا دور حڪومت

ان کانپوءِ ٻنهي ڌرين باقاعدي جنگ جي تياري شروع ڪري ڏني. تاريخن ۾ هيءَ جنگ 'هالاڻيءَ جي جنگ' جي نالي سان مشهور آهي. ميان عبدالنبي خود وڏو لشڪر وٺي حيدرآباد کان روانو ٿيو. لشڪر ۾ جهنجڻ، اوٺوال، ڪوسا، ڪهاوڙ ۽ ساماٽيا شامل هئا. انهن وٽ ڳريون توپون، زبردست گرز ۽ جنگ جو ٻيو ڪافي سامان موجود هو. *(تاريخ بلوچي، ص 71)* هالاڻيءَ جي آسپاس ٻئي لشڪر هڪٻئي کي آمهون سامهون ٿيا. مير سهراب ڏي جلد لشڪر وٺي اچڻ جو پيغام موڪليو ويو. ٽالپرن جي لشڪر ۾ مري، نظاماڻي، لغاري، جمالي، ڪٽياڻ ۽ ڪوکر شامل هئا. *(تاريخ بلوچي، ص 71)* جنگ جي شروعات ۾ محمد حسن ڪهاوڙ ۽ محمد باقر ڪهاوڙ دليريءَ سان وڙهيا. بلوچ شڪست کائي رهيا هئا. اسماعيل ڪٽياڻ ۽ قائم خان مريءَ اعلان ڪيو ته بلوچ هاڻي ڪيڏي به وڃي نه ٿا سگهن. وڙهي مري يا جنگ کٽي پاڻ ملهايو. پوءِ ته زبردست جنگ شروع ٿي وئي. ٻنهي ڪهاوڙ پائرن کي زرهون پاتل هيون. اهي قائم مري ۽ اسماعيل ڪٽياڻ جي هٿ لڳا، جن کي زندهه ماريو ويو. مراد علي ڪليري، فريد ساماٽيو ۽ ٻيا سردار به وڙهندي مارجي ويا. بعد ۾ قائم مري به وڙهندي مارجي ويو. ڪجهه ٻيا سالار به ڪتب آيا. بلوچي لشڪر هيبت پکيڙڻ لاءِ ڪهاوڙ پائرن (محمد حسن ۽ محمد باقر) جون سسيون ڪپي، نيزن تي ٽنگي ميدان تي گهمايون ويون. هي منظر ڏسي ڪلهوڙن جو لشڪر ڀڄڻ لڳو. ميان عبدالنبي به هي حالت ڏسي ميدان مان نڪري ويو. *(تاريخ بلوچي، ص 72)* ٻين ماخذن جي آڌار تي هن جنگ بابت ڪجهه وڌيڪ نڪتا پڻ ملن ٿا. عبدالنبي ڪلهوڙي هالاڻيءَ جي جنگ لاءِ، محمد حسن ڪهاوڙ کي سپهه سالار مقرر ڪيو هو ليڪي، ڪوسا، نومڙيا ۽ افغان ڪلهوڙن جي لشڪر ۾ شامل هئا. سردار خان ۽ اسحاق شاهه کي محمد حسن جو مددگار مقرر ڪيو ويو. سرڪاري لشڪر ۾ ٽيهه هزار سپاهه هو ان کان سواءِ ميان عبدالنبي وڌيڪ لشڪر گڏ ڪري ساڻن شامل ٿيو آخرڪار هالاڻيءَ وٽ اچي منزل انداز ٿيا. الهداد ليڪي، غلام حسين جهنجڻ، تاجو ساماٽيو ڏڳاڻو جتوئي، پيروز ڪليري، ۽ پيروز (فيروز؟) ٽالپر سرڪاري لشڪر جو حصو هئا. لڙائي شروع ٿي ته ٽالپرن وٽ به ٽيهن هزارن بلوچن جو لشڪر هو ابتدا ۾ توبن ۽ بندوقن جي لڙائي ٿي. بعد ۾ مير فتح علي خان گهوڙي تان لهي هٿوهٿ ويڙهه شروع ڪئي. خيري مريءَ هٿان محمد حسن مارجي ويو پوءِ محمد باقر ڪهاوڙ سپهه سالار ٿيو اهو به جنگ ڪندي مارجي ويو. تاجو ليڪيءَ جي پاءُ الهداد کي مير غلام عليءَ قتل ڪيو تاجو ساماٽيو مير سهراب هٿان پورو ٿيو ميرالهه يار ميرٽاري، ۽ مير باگي به گهڻن کي ماري پورو ٿيو نيٺ ڪلهوڙن جي لشڪر ڀاڄ کاڌي ۽ پوءِ عبدالنبي پاڻ به ميدان ڇڏي ڀڄي ويو ۽ سنڌ ڇڏي قلات هليو ويو. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو سنڌي، ص 775- 779)* ميان صاحب ميڙ منٿ کانپوءِ قلات جو لشڪر وٺي آيو پر ڪين خرچ پکو نه مليو ته اهي واپس هليا ويا. خان قلات انهن کي تاڪيد ڪيو ته سنڌ ۾ عام ڦرلٽ کان پرهيز ڪئي وڃي. هن دور ۾ جوڌپوري به ميان جي مدد لاءِ اڳتي وڌيا. مير سهراب جو پاءُ مير غلام محمد عمرڪوٽ طرف جوڌپور جي لشڪر هٿان مارجي ويو هي واقعو 1783ع (1197هه) ۾ ٿي گذريو اهوئي جنگ هالاڻيءَ جو سال به تسليم ڪيو وڃي ٿو.

عبدالمجيد جوکيو هن دور کي ڏسڻ وارن مؤرخن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو هن جنگ کانپوءِ جي صورتحال ڪجهه هن ريت بيان ڪئي آهي: ميان عبدالنبي ڪجهه وقت کانپوءِ مراد عليءَ جي قيادت ۾ بروهين جو لشڪر وٺي جنگ لاءِ سنڌ طرف وڌيو هي اطلاع ٻڌي غريب ۽ شريف خاندان ائين ڀڄڻ شروع ٿيا، جيئن مدد خان جي زماني ۾ ڀڳا هئا. عبدالنبيءَ کي ميرن جي چڙهڻ جو اطلاع مليو ته نيڙهيءَ (سيوهڻ تعلقي ۾ هڪ ديهه جو نالو) کان واپس ٿيڻ لڳو واپس ٿيندي ٿي سن، سيوهڻ ۽ چانڊڪي تائين، گهڻي ڦرلٽ ڪري انهن علائقن کي ويران ڪيو ويو. ٽالپرن جي پيڇي ۾ ويل رند، گبول، شهواڻي ۽ نوحاني قبيلن: ساون فصلن، پوکن، ڳوٺن ۽ شريف ماڻهن کي ڦريو. ڳوٺ ۽ عمارتون تاراج ڪيون ويون. ڪاڏي پيتي جي اٽاٽ سبب اڪثر ماڻهو مري ويا. ايڏو ته ڏکر پيو جو تاريخ ۾ اهڙو مثال نه ٿو ملي. *(تاريخ بلوچي، ص 73)* ان ريت ڪلهوڙن جي هڪ صديءَ جي حڪمراني پوري ٿي. ٽالپرن اڳتي وڌي سنڌ جي حڪومت جي دعويٰ ڪئي. مير فتح علي خان کي ٽالپر گهراڻي جو پهريون حاڪم تسليم ڪيو ويو آهي.

**ميان عبدالنبيءَ جون ڪوششون ۽ وفات:** هالاڻيءَ جي جنگ ۾ جيئن اڳ ۾ ذڪر ٿيو آهي، ٽالپرن جي سوڀ ٿي ۽ ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي لشڪر شڪست کاڌي. ان کانپوءِ ميان صاحب فوجي مدد لاءِ، قلات پهچي ويو. جوڌپوري به ميان جي مدد ۾ عمرڪوٽ ۾ پهتا. ليڪن شڪست هاڻي عبدالنبيءَ جو نصيب ٿي چڪي هئي. ان حالت ۾ ڪٿان به سوڀ ۽ ڪامراني ڏسڻ ۾ نه پئي آئي. ان پس منظر ۾ ميان صاحب فوجي مدد ۽ اقتدار جي حاصلات لاءِ، هڪ ڀيرو وري افغان دربار ڏي واجهايو ان مقصد لاءِ هن پنهنجي وڪيلن (سفيرن) کي متحرڪ ڪيو ان سڄي ماملي ۾ به قلات جي والي مير نصير خان، ميان عبدالنبيءَ جي رهائش ۽ گذرسفر جي لاءِ حاجي پور (راڄڻ پور) ۾ بندوبست ڪيو ان کانپوءِ مير فتح علي خان، حيدرآباد شهر کي فتح ڪري قلعي کي پنهنجي ضابطي ۾ آندو. نئين حاڪم ميان عبدالنبيءَ جي اهل و عيال کي عزت ۽ احترام سان حاجي پور موڪلي ڏنو مائي ٻهو بيگم عرف 'صاحب دولت' ميان غلام شاهه جي وڏي زال هئي. هيءَ عورت نثار خان گوجر جي ڌيءَ ۽ نواب الهداد جي سڳي ڀيڻ هئي. نواب صاحب ان وقت بهاول پور ۾ هو ان ڪري 'صاحب دولت' به اوڏانهن هلي وئي. ميان سرفراز جي بيگم سون هائي به بهاول پور پهتي. هن مائيءَ جي والد جو نالو نورنگ خان جسڪاڻي هو عبدالنبي ۽ ٽالپرن ۾ اقتدار لاءِ آخري ڪوشش افغانستان ۾ ٿي. افغان دربار کي نوَ لک روپيه درڪار هئا. اقتدار جي خواهشمندن وڏ ۾ وڏ ڪوشش ڪئي. ان ڏس ۾ عبدالنبي ناڪام ٿيو جڏهن ته ٽالپري وڪيلن، جن ۾ آغا ابراهيم شاهه اهميت وارو هو ان نوَ لک روپيه گڏ ڪري دربار ۾ جمع ڪرايا. ان پسمنظر ۾

حڪومت جو پروانو مير فتح علي خان جي نالي جاري ٿيو پرواني سان گڏ، خلعت، ڪلنگي ۽ خاص گهوڙو به مليا. ميان عبدالنبيءَ لاءِ ديره غازي خان جي محصول مان هڪ لک روپيه سالانه رقم مقرر ٿي ۽ هو حاجي پور ۾ رهي پيو. *(تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو سنڌي، ص 781-783)* جيتوڻيڪ ميان عبدالنبي سنڌ مان خارج ٿي چڪو هو. تڏهن به هن پنهنجي ڪوشش جاري رکي. افغان دربار ۾ محفوظ خان نالي اميرهن لاءِ ڪوششون ڪندو رهيو اهڙو تفصيل عظيم الدين ٺٽويءَ 'فتح نامه' ۾ ڏنو آهي. جڏهن مير فتح علي خان کي اها ڄاڻ ملي ته، هن سمورا تفصيل ۽ ماجرا، پنهنجن وڪيلن معرفت افغان دربار کي موڪلي ڏنا ۽ ميان عبدالنبيءَ جي سنڌ واپسيءَ جي سخت مخالفت ڪئي. افغان بادشاهه ڏنو ته دربار ۾ تالپرن ۽ ڪلهوڙن جا حامي موجود آهن. هر پارٽي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڏوڪڙ پئسي جو استعمال به ڪندي ٿي رهي. ان ڪري بادشاهه سنڌ جا ٻه حصا ڪرڻ جو حڪم ڏنو هڪ حصو تالپرن لاءِ ۽ ٻيو عبدالنبيءَ لاءِ. ان وقت ميان جي گذارش تي بوستان خان ۽ اخلاص خان کي اڳواڻ بنائي، افغاني فوج سان سنڌ روانو ڪيو ويو ته، اهي وڃي تالپرن جي پيٽ ۾ ميان عبدالنبيءَ جي مدد ڪن. هيءَ خبر مير فتح علي خان ٻڌي ته ڇاليهن هزارن جو لشڪر گڏ ڪري، جنگ جي تياريءَ ۾ لڳي ويو ۽ ان مقصد لاءِ هن روهڙيءَ جو رخ رکيو. عبدالنبيءَ جو بهترين افغان مددگار محفوظ خان فوت ٿي چڪو هو ان ڪري افغان خود پريشان ٿي ويا ته ڇا ڪجي؟ اهي ڪوٽ مٿڻ تائين پهچي چڪا هئا. فرمان جاري ٿيو ته جنگ ڪرڻ کان سواءِ افغان لشڪر واپس موٽي اچي. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو سنڌي، ص 784-787)* ڪجهه عرصي ڪانپوءِ تالپرن ۾ اختلافن جون خبرون اچڻ لڳيون. ان پس منظر ۾ هن پنهنجي وڪيل قمرالدين جي معرفت سنڌ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوششون شروع ڪيون. آخرڪار 1788ع ۾ عبدالنبيءَ جي حق ۾ فرمان جاري ٿيو ڪجهه افغان لشڪر به موڪليو ويو ته سنڌ فتح ڪرڻ ۾ عبدالنبيءَ جي مدد ڪري. رياست بهاول پور جي حاڪم کي به هن ڪم ۾ شريڪ ٿيڻ جو تاڪيد ڪيو ويو ميان عبدالنبي افغاني لشڪر سان گڏ بهاول پور پهتو رياست جو حاڪم بهاول پور ڇڏي ديراوڙ هليو ويو مير سهراب کي به مدد لاءِ چيو پر هن انڪار ڪيو افغان نهايت بي رحميءَ سان، سنڌي عوام سان پيش آيا. ظلم ۽ ستم، قرلت، ساڙ ۽ ٻار ۽ خون خرابو افغانن لاءِ ڪو مسئلو نه هو بهرحال افغان بهاول پور ڇڏي روهڙيءَ ۽ پوءِ منزل به منزل هالا پهتا. مير فتح علي خان کي پيغام موڪليو ويو ته جنگ تان هٿ کڻي، اقتدار ميان عبدالنبيءَ جي حوالي ڪيو وڃي. هي تيمور بادشاهه جو حڪم آهي. ٻيءَ صورت ۾ نهايت خراب نتيجا نڪرندا. مير فتح علي ٻار ٻچا جيسلمير موڪلي ڏنا ۽ پاڻ جنگ جي تياري شروع ڪيائين مير سهراب خان هن حالت ۾ مير کي ڇڏي شاهه ڳڙهه طرف هليو ويو. هيءَ خبر مير فتح علي خان کي پئي ته، چيائين ته منهنجو خدا مون سان گڏ آهي. آءٌ افغانن سان جنگ ڪندس. ٻنهي ڌرين ۾ جنگ ٿي. افغانن جنگ هارائي ۽ ميرن لڙائي کٽي. هي واقعو 1789ع جو آهي. افغان لشڪر وڏيڪ جنگ کي جاري رکڻ کان انڪار ڪيو ۽ واپس پنهنجي ملڪ هليا ويا. آخرڪار تيمور خود لشڪر سان بهاول پور پهتو جو پوءِ واپس موٽي ويو تالپرن جي وڪيل سفارتڪاريءَ ذريعي معاملو حل ڪيو ۽ عبدالنبيءَ جو باب پورو ٿي ويو عبدالنبي پريشان ٿي حاجي پور پهتو ملتان ۾ هن جو وڪيل لالا عزت راءِ هو ان کي به واپس اچڻ لاءِ چيائين. *(حوالو ساڳيو ص 787- 797)* پوءِ به ميان عبدالنبي ڪوششون ڪندو رهيو. جدوجهد ڪندي نيٺ هن 1805ع ۾ وفات ڪئي. کيس حاجي پور ۾ دفن ڪيو ويو هڪ راءِ موجب ميان کي ٽي پٽ ٿيا ۽ ٻيءَ راءِ موجب کيس چار پٽ هئا. ميان جو اولاد اڄ به حاجي پور ۾ رهي ٿو

**ڪلهوڙا دور جا ڪجهه مکيه مشاهير:**

ڪلهوڙا دور جي مجموعي مطالعي ڪانپوءِ اهو ڏسڻ لازمي آهي ته، هن دور ۾ ڪهڙا مشاهير پيدا ٿيا، جن سماج جي مختلف پهلوئن جي خدمت ڪئي. نه رڳو تاريخ ۾ پنهنجي نالي کي روشن ڪيو، پر انهن جي وجود سان خود ڪلهوڙن جو زمانو به اتهاس ۾ اجاگر ٿي ويو. هونئن ته هي دور مردم خيز زمانو ٿي گذريو آهي، پر ڪجهه ماڻهن جي پيدا ٿيڻ سان، ڪلهوڙا دور کي سموري اسلامي توڙي تاريخي دور ۾ خاص اهميت ملي آهي. هيٺ ڪجهه مشاهيرن جو مختصر ذڪر ڪجي ٿو:

**شاهه بهارو:** شاهه بهارو ذات جو جنجهڻ هو پنهنجي دور جو نامور سپهه سالار ٿي گذريو آهي. قلات جي بروهين سان جنگ هجي يا شڪارپور جي دائودپوٽن جو مسئلو هجي. شاهه بهارو هر محاذ تي سرخرو ٿي موٽيو. ڪلهوڙا دور ۾ هن کي لاڙڪاڻي جو ناظم مقرر ڪيو ويو. ان ريت هن اتي ڪوٽ قلعا ۽ واهه کوٽايا. سندس وفات 1736ع ۾ ڄاڻائي وئي آهي. ليڪن حقيقت ان جي ابتڙ آهي. سنڌ جو هي سپوت 1757ع (1170هه) تائين زنده هو *(تحفة الڪرام، سنڌي، ص 275)* ان ڪانپوءِ ڪنهن سال ۾ هن فاني جهان ڇڏيو سندس مزار لاڙڪاڻي شهر ۾ آهي، جنهن تي ميان غلام شاهه عاليشان مقبرو تعمير ڪرايو.

**مير متارو:** مير متارو بنيادي طرح هن جو تعلق غير فوجي (Civil) عملي سان هو ۽ لڪياري ساداتن مان هو. کيس وزير ۽ سفير وارو مرتبو حاصل هو درباري لکپڙهه ۾ به سندس مکيه حصو رهندو هو ان سان گڏ هن ۾ هڪ فوجي جرنيل واريون صلاحيتون به موجود هيون. ڪجهه جنگين ۾ به حصو ورتائين. سندس وفات 1748ع ۾ ٿي. *(مقالات الشعراء، ص 224-225)* سندس مزار دولتپور صفن (ضلعي شهيد بينظيرآباد) ۾ مين روڊ سان آهي. مير متاري جو اصل نالو سيد لطف الله هو

**مير شهداد خان تالپر:** ڪلهوڙا دور جو ناليرو فوجي اڳواڻ ٿي گذريو آهي. سندس والد جو نالو هوتڪ خان هو جوان ٿيو ته شهداد خان کي مغلن جي سرپرستي حاصل ٿي ۽ کيس پٽ باران (هالا) جو علائقو جاگير طور ڏنو ويو ان ڪري مير شهداد خان، مغل مخالف طاقت کي سختيءَ سان چيڀاٽيو بعد ۾ هو ميان يار محمد ڪلهوڙي جي دربار سان وابسته ٿي ويو هن ڪيترن معرڪن ۾ حصو ورتو ۽ ڪامياب ٿيو صوفي شاهه عنايت (جهوڪ) جي شهادت ۾ حاڪمن سان گڏ مير شهداد به مکيه ڪردار ادا ڪيو. (1718ع)

[۽ قرآن پاڪ وچ ۾ وجهي، صوفيءَ سان دغا ڪيائين] شڪارپور ۾ ڪلهوڙن ۽ دائودپوٽن ۾ دنگل ٿيا، تن ۾ به مير شهداد ڪردار ادا ڪيو. سانگهڙ ضلعي ۾ موجود 'شهدادپور' جو شهر به هن تعمير ڪرايو هو. هن 1734ع ۾ وفات ڪئي. سندس مزار شاهه پور چاڪر جي ڀرسان آهي. ڪيس چار پٽ: ڄام ننڊو، چاڪر خان، بهرام خان ۽ خيرمحمد جي نالي سان ٿيا. ڪلهوڙن ڪيس 'برخوردار' جو لقب ڏنو هو. *(ڪلهوڙا دور حڪومت، ص 279-281)*

**مراد ڪليري:** مياڻ نور محمد جي دور جو ناليوارو فوجي ٿي گذريو آهي. ميان صاحب پاران هو سبيءَ جو ناظم هو. هن پنهنجي همت، انتظامي صلاحيتن، ۽ سٺين تدبيرن جي ڪري، ڪلهوڙا حڪومت کي مضبوط ڪيو. سبي، ڍاڍر ۽ گنجابي ۾ مکيه مکيه سردارن کي وفادار بنايو ۽ مطيع ڪيو. جڏهن عبدالله خان بروهي سنڌ فتح ڪرڻ جي ارادي سان، وڏو لشڪر وٺي نڪتو تڏهن شروع ۾ مراد ڪليريءَ سندس مزاحمت ڪئي. بعد ۾ ميان نور محمد سندس مدد لاءِ چاليهن هزارن جو لشڪر موڪلي ڏنو. آخرڪار جنگ ۾ عبدالله خان بروهي مارجي ويو. نادر جي حملي وقت مراد ڪليري، بولان لڪ جي حفاظت تي مقرر هو. قلعي ڪانجيءَ جي جنگ ۾ به حصو ورتائين. هيءَ جنگ 1746ع ۾ ٿي. *(واليءِ سنڌ، ميان نور محمد ڪلهوڙو، ص 168-169)*

**ڄام ننڊو:** مير شهداد خان جو وڏو پٽ هو. والد جي وفات ڪانپوءِ ميان نور محمد ڪيس مير شهداد جي منصب تي آندو. مختلف جنگين ۾ ڪردار ادا ڪيائين. نادر شاهه 1740ع ۾ سنڌ تي حملي آور ٿي، مرادياب ۽ ميان غلام شاهه کي يرغمال طور ايران وٺي ويو، تڏهن سنڌ جو جيڪو فوجي جٿو شهزادن سان گڏ ايران ويو، ان جو اڳواڻ ڄام ننڊو هو. سندس وفات به ايران ۾ ٿي. *(واليءِ سنڌ ميان نور محمد ڪلهوڙو، ص 169)*

**مير بهرام:** مير شهداد خان جو پٽ هو. ڄام ننڊو ايران ويو ته، ڪيس اهو منصب مليو. قلات جي مشهور جنگ ۾ به هن ڪردار ادا ڪيو هو ڪڇي، ديرن جي جنگين ۽ ڪڇ جي لڙائيءَ ۾ پنهنجا جوهر ڏيکاريا. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي دور ۾ به جنگين ۾ حصو ورتائين. ميان سرفراز ڪلهوڙي جي دور ۾ 1775ع ۾ ڪيس دربار ۾ قتل ڪيو ويو. *(جنت السنڌ، ص 542)*

**مير چاڪر خان:** هي به مير شهداد جو پٽ هو. والد وانگر بهادر هو. ميان نور محمد جي فوج ۾ رهي ڪيترين جنگي محاذن تي وڙهي بهادريءَ جا جوهر ڏيکاريائين. خان قلات جي لشڪر سان ٿيل جنگ ۾ نمايان سوڀ پاتائين، جنهن ۾ عبدالله خان مارجي ويو هو. ميان صاحب وٽ هن لاءِ وڏي عزت هئي. ڪيس جداگانه جاگير به مليل هئي. شاهپور چاڪر شهر سندس بڌرايل آهي. *(واليءِ سنڌ ميان نور محمد ڪلهوڙو ص 170-171)*

**بلاول خان نائچ:** هي به ڪلهوڙا دور جو ناليرو عملدار ٿي گذريو آهي. هن خاص ڪري ٺٽي ۽ ان جي آسپاس ۾ ٿيل حڪومت مخالف سرگرمين کي هن چيڀاٽڻ ۾ حصو ورتو. جڏهن 1747ع ۾ ڏاراجا جي راڻي جي اشاري سان، جبل جي ماڻهن مسئلا پيدا ڪيا، ۽ ٺٽي تي ڪاهي آيا، تڏهن مسو فقير ٺٽي جو حاڪم هو ۽ سندن مقابلو نه ڪري سگهيو. ان اطلاع ملڻ تي بلاول نائچ کي ٺٽي جو حاڪم مقرر ڪيو ويو. هو راڻي جي قلعي تي ڪاهي ويو. راڻو قلعو ڇڏي ڀڄي ويو. هن وڏي همت سان قلعو هٿ ڪري ميان نور محمد جي پٽ خداداد خان جي حوالي ڪيو. بعد ۾ شيخ شڪرالله بجار جوکئي جي هٿان راڻي کي مارايو. ان ريت بلاول فقير جوکيي، ميان ڪلهوڙن جي حڪومت ۾، ملنڌڙ ھر ذميواريءَ کي پورو ڪيو. *(واليءِ سنڌ ميان نور محمد ڪلهوڙو، ص 172)*

**مسو فقير ساميو:** هي سلطان فقير جو پٽ هو. جيڪو ٺٽي ۾ ناظم هو. سندس وفات کانپوءِ پٽس مسو فقير کي ٺٽي جو اعليٰ منتظم مقرر ڪيو ويو. مسو فقير هڪ دلير انسان هو. راڻي ڏهراج (ڏاراجا) سن 1744ع ۾ ڪڇهه ڪوهستاني گڏ ڪري ٺٽي تي حملو ڪيو. اتفاق سان مسو فقير مقابلو نه ڪري سگهيو. ان وقت ميان صاحب ڪيس معزول ڪري، ٺٽي تي بلاول نائچ کي مقرر ڪيو. جنهن راڻي جي لشڪر کي ڀڄائي، ٺٽي شهر ۾ امن امان قائم ڪرايو. *(واليءِ سنڌ ميان نور محمد ڪلهوڙو ص 173)*

**مير عبدالله خان:** مير بجار جي قتل کانپوءِ پيدا ٿيل صورتحال ۾، مير عبدالله خان ٽالپرن جو سردار بڻجي ويو. بهاول پور جي نواب ڪردار ادا ڪرڻ بعد ميان عبدالنبي بيهر سنڌ جو حڪمران بڻجي ويو. ٻنهي ڌرين ۾ لاڳاپا بهتر ٿيڻ لڳا، پر شڪ شبها موجود هئا. اوچتو حالتن موڙ کاڌو ۽ مير عبدالله خان ۽ مير فتح خان کي گرفتار ڪيو ويو. بعد ۾ عبدالنبيءَ جي حڪم تي ٻنهي ميرن کي ختم ڪيو ويو. هي واقعو 1782ع ۾ ٿي گذريو. ان واقعي هالاڻيءَ جي جنگ لاءِ جواز پيدا ڪيو. جنگ ٿي، جنهن ۾ ٽالپرن کٽيو ۽ سنڌ تي قبضو ڪيو. ڪلهوڙن جي سؤ سالہ حڪومت پوري ٿي.

**عزت خان نومڙيو:** نومڙيا اصل ۾ لس ٻيلي جا حڪمران هئا. ملڪ پاهڙ خان فوت ٿيو ته حڪومت سندس ننڍي پٽ عزت خان کي ملي، پر سمورن معاملن جي نگراني عزت خان جي ماءُ مائي چاڳلي ڪندي رهي. 1742ع ۾ ڪوريجا خاندان لسٻيلي جي حڪومت تي قبضو ڪيو. ان ڪري مائي چاڳلي راڄ ڀاڳ سان، سنڌ جي ڪوهستان طرف ڪوچ ڪيو. ملڪ عزت خان جوان ٿيو ته ڪيس ميان غلام شاهه جي سرپرستي حاصل ٿي. *(تاريخ بلوچي، ص 13)* بعد ۾ هي خاندان آخر تائين ڪلهوڙن جو وفادار رهيو. هالاڻيءَ جي جنگ ۾ به نومڙيا، ڪلهوڙن جي لشڪر سان گڏ رهيا. ملڪ عزت خان 1776ع ۾ فوت ٿيو. مائي چاڳلي ۽ عزت خان جون مزارون بوائز ڪاليج ڪوٽڙيءَ جي ڀرسان موجود آهن.

**بجار جوکيو:** ملير (ڪراچيءَ) جي علائقي جو بهادر انسان ٿي گذريو. لاڙ پٽ ۾ مختلف ڪلهوڙا مخالف قبيلن کي مطيع ڪرڻ ۾ سندس اهم ڪردار رهيو. ڪي چون ٿا ته بجار کي ميان نور محمد ڪلهوڙي اڳتي آندو. ٻيءَ روايت موجب هن کي ميان غلام شاهه جي سرپرستي حاصل رهي. ان کانپوءِ بجار جو گهر جوکين جو سردار گهراڻو سڏيو ويو ۽ هن کي ڄام جو لقب به حاصل رهيو. *(يادگيريون، سنڌي ترجمو، ص 56-57)*

**شيخ غلام محمد ولد شيخ عبدالله:** جڏهن 1737ع ۾ ٺٽي جو صوبو ڪلهوڙن کي مليو، تڏهن ميان نور محمد، شيخ غلام محمد کي ٺٽي جو پهريون ناظم مقرر ڪيو. مراداياب ۽ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي سان گڏ غلام محمد به ايران ويو هو. نادر جي قتل کانپوءِ مراداياب مسقط کان ٿيندو سنڌ پهتو هو. تڏهن مسقط ۾ ئي شيخ غلام محمد شهادت پاتي. هن کي ڪنهن خنجر هڻي قتل ڪيو. ميان نور محمد کيس گهڻي عزت ڏيندي 'برخوردار' جو لقب ڏنو هو. *(منشور الوصيت و دستوز الحڪومت، سنڌي ترجمو، ص 49 ۽ پڻ حاشيا ص 49)*

**شيخ شڪرالله:** هي شيخ غلام محمد جو ننڍو ڀاءُ هو. جڏهن سندس ڀاءُ جي شهادت جي خبر سنڌ پهتي، تڏهن مراداياب کي وٺي اچڻ لاءِ، ميان نور محمد هڪ جهاز سان، شيخ شڪرالله کي موڪليو. ليڪن هي به رستي ۾ پورو ڪيو ويو. هن جي شهادت زهر سان ٿي. ميان نور محمد (ٻنهي ڀائرن جي شهادت کان اڳ) ٻنهي ڀائرن لاءِ لکيو هو ته برخوردار شيخ غلام محمد ۽ شيخ شڪرالله کي ڀائرن وانگر ڄاڻجو. جو اهي نمڪ حلال، ۽ سرويچ آهن. شيخ غلام محمد ته اسان جي ڪري جفائون به ڏٺيون آهن ۽ تڪليفون به سٺيون آهن. *(منشور الصويت، ص 49)*

**ديوان گدومل:** ديوان گدومل اهو ڪردار آهي، جو ڪلهوڙا دور ۾ بلند درجي تي پهتو. هن بابت پهريون حوالو 1753ع ۾ ملي ٿو. جڏهن احمد شاهه ابدالي سنڌ تي حملي آور ٿيو. گدومل وڪيل طور احمد شاهه جي دربار ۾ ڪلهوڙن پاران پيش ٿيو. بعد ۾ ديوان صاحب وڪيل يا سفير طور افغان دربار ۾ گهڻو وقت رهيو ۽ ڪلهوڙا حاڪمن جي مدد ڪيائين. 1783ع ۾ ڪلهوڙن هارايو ۽ ٽالپرن جي حڪومت قائم ٿي. حالات تبديل ٿيا ته ديوان گدومل ڪلهوڙن بجاءِ ٽالپرن جي حمايت ڪئي ۽ افغان دربار ۾ سنڌن لاءِ نرم گوشو پيدا ڪيو. مير فتح علي خان مٿس گهڻو ڀروسو ڪندو هو. ليڪن مير غلام علي خان کي مٿس شڪ هو، سو آخرڪار هن کي مارائي وڌائين. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 291-292)* حيدرآباد جي ڀرسان درياهه جي ڪناري سان هن هڪ بستي تعمير ڪئي، جنهن کي 'گدو بندر' جو نالو ڏنو ويو. *(وڌيڪ ڏسو: 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا'، جلد پنجون، ص: 259)*

**راجا (راڄو) ليکي:** موجوده دور جي مورخن هن نالي کي راڄي ليکيءَ طور نروار ڪيو آهي. عام راءِ موجب ليکي خاندان ڪلهوڙن جي دربار ۾ لکڻ پڙهڻ جو ڪم ڪندو هو ان ڪري سندن اصل ذات لِکي وئي، ۽ اهي 'ليکي' مشهور ٿيا. هن جو ذڪر سڀ کان اول، ميان يار محمد جي دور ۾ ملي ٿو. معزالدين جي معرڪي کانپوءِ ميان صاحب مايوس ٿي قلات هليو ويو. بعد ۾ راڄو ليکي قلات ويو ۽ ميان يار محمد کي سنڌ جي حالتن کان واقف ڪري واپس وٺي آيو. ان پسمنظر ۾ سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت قائم ٿي. ميان نور محمد جي دور ۾ به سندس اهميت برقرار رهي. دائودپوٽن ۽ ڪلهوڙن ۾ دنگل ٿيا ته انهن ۾ به هي شامل رهيا. مراداياب خان معزول ٿيو ته سنڌ ۾ سياسي حالتون خراب ٿي ويون. ان افراتفريءَ جي دور ۾ به، هي مدبر اڳواڻ ميان غلام شاهه سان گڏ هو. غلام شاهه جي دور ۾ دربار تي مڪمل حاوي رهيو. ميان سرفراز جي دور ۾ ليکي- ٽالپر تڪرار جو الزام راجا ليکيءَ تي هنيو وڃي ٿو. زماني جون ڪيئي هيٺاهيون مٿاهيون ڏسي، راجا ليکي 1776ع ۾ هي فاني جهان ڇڏيو. *(تحفة الڪرام، فارسي، حاشيو ص 466)* *وڌيڪ ڏسو: 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا'، جلد ڇهون، راڄو ليکي، ص: 56)*

**شاهه عبداللطيف ڀٽائي:** سنڌ جو سرتاج شاعر، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، شاهه ڪريم جي اولاد مان، 1690ع ۾ پيدا ٿيو. سندس وفات 1752ع ۾ ٿي ۽ سندس مدفن سڄيءَ دنيا ۾ 'ڀٽ شاهه' طور مشهور آهي. سنڌي ڪلاسيڪي شاعري شاهه لطيف ذريعي فني ۽ فڪري معراج کي پهتي. سندس شعر ۾ سنڌ وطن ۽ سنڌي عوام سان پيار جو بي مثال اظهار ڏسجي ٿو. شاهه صاحب جي ڪلام کي 'شاهه جو رسالو' سڏجي ٿو. *(وڌيڪ ڏسندا: شاهه عبداللطيف ڀٽائي، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ڏهون)*

**خواجه محمد زمان:** لنواريءَ وارو مشهور بزرگ. نقشبندي سلسلي جو صوفي هو. سن 1774ع ۾ وفات ڪيائين. خواجه صاحب جي خاص خليفي عبدالرحيم گرهوڙي، سندس ڪلام ۽ قولن کي عربي زبان ۾ سهيڙيو. هن جا چوراسي سنڌي بيت مليا آهن. بيتن ۾ اعليٰ فڪر ۽ پختي ٻولي ڪتب آندل آهي. ڊاڪٽر دائودپوٽي، خواجه مرحوم جو سنڌي ڪلام 'ابيات سنڌي' جي نالي سان ترتيب ڏئي 1939ع ۾ ڇپرايو هو. *(وڌيڪ ڏسو: 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا'، جلد چوٿون، ص: 528)*

**فقير عبدالرحيم گرهوڙي:** ذات جو مگريو هو ۽ خواجه محمد زمان لنواريءَ واري جو خاص خليفو ٿي گذريو آهي. مرشد جو ڪلام گڏ ڪيائين ۽ پاڻ به اعليٰ درجي جي سنڌي شاعري ڪيائين. ڊاڪٽر دائودپوٽي 'ڪلام گرهوڙي' وڏي جاکوڙ سان 1956ع ۾ ڇپرايو. گرهوڙي فقير فڪري طور تي ڀٽائي صاحب کي ۽ عملي طور تي مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ کي ويجهو ڏسجي ٿو. هيءُ عالم فاضل انسان 1778ع ۾ شهيد ٿيو. *(ڏسندا: 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا'، ايندڙ جلد)*

**روحل فقير:** ذات جو زنگيجو هو. سندس تعلق عمرڪوٽ ويجهو پدمات سان چيو وڃي ٿو. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي حڪومت ۾ سندس ملازم بنيو. ليڪن پوءِ نوڪري ڇڏي جهوڪ شريف هليو ويو. اُتان تصوف جون منزلون طئہ ڪري، اتر سنڌ ڏي 'ڪنڊڙيءَ' وڃي پهتو. روحل فقير جي ڪلام ۾ تصوف ڪوٽان ڪوٽ ڀريل آهي. سن 1804ع ۾ روحل فقير هيءُ فاني جهان ڇڏيو. مختلف عالمن، روحل فقير جو ڪلام گڏ ڪيو آهي. روحل هندي زبان ۾ به شعر ڇڏيو آهي. *(وڌيڪ ڏسو: 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا'، جلد ڇهون، ص: 303)*

**مراد فقير:** روحل فقير جو عزيز هو. سندس شعر نهايت معياري آهي. سنڌي زبان سان گڏ سرائڪي ٻوليءَ ۾ به شاعري ڪيائين. هن روحل فقير کان اڳ 1796ع ۾ وفات ڪئي. کيس 'ڪوٽلي' ۾ دفن ڪيو ويو. ڪانئس پوءِ روحل فقير ڪوٽلي ڇڏي 'ڪنڊڙي' وڃي وسائي.

**منشي عبدالرئوف:** ذات جو سهتو ۽ هگورجا شهر جو رهاڪو هو. ٻيءَ روايت موجب سندس تعلق سيوهڻ سان هو. ابتدا ۾ خانپور جي عملدار بختيار خان جو ملازم هو. بعد ۾ اچي ڪلهوڙن جو ملازم بنيو. ميان يار محمد ۽

ميان نور محمد جي دور ۾ مير منشي ۽ وزير ٿيو. پنهنجي وقت جو بينظير انشاء پرواز هو. (تحفة الکرام، سنڌي، 339-340) منشي عبدالرئوف آڪٽوبر 1727ع ۾ فوت ٿيو. (تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو، سنڌي، ص 840) سندس پٽ منشي محمد وفا به سرڪاري آفيسر هو. سندس خطن جو مجموعو منشي وفا 'گلدستهء نوبهار' جي نالي سان مرتب ڪيو، جيڪو اڄ ڇپيل آهي. ان ۾ ڪلهوڙا دور جي اتهاس بابت ججهو مواد موجود آهي. منشي عبدالرئوف لاثاني انشاء نويس هو.

**مخدوم محمد هاشم ٺٽوي:** ذات جو پنهور هو. ٻنوري ۾ ميان عبدالغفور جي گهر ۾ 1692ع ۾ پيدا ٿيو. ٺٽي ۾ مختلف عالمن کان تعليم ورتائين. تعليم جي تڪميل کانپوءِ ٻنوري ويو، پر پوءِ هميشه لاءِ اچي ٺٽي ۾ رهيو. هتي اچي درس ۽ تدريس جو سلسلو شروع ڪيائين. ڪيئي نوجوان هن جي درس مان عالم ٿي نڪتا. ان سان گڏ 'جامع خسرو' ۾ وعظ ۽ تقريرون ڪري اسلام جي اشاعت لاءِ سرگرم ڪردار ادا ڪيائين. محمد هاشم ٺٽويءَ جي سوانح جو خاص پهلو تصنيف ۽ تاليف آهي. هن ڏيڍ سؤ کان به وڌيڪ ڪتاب لکيا. انهن ۾ عربي ڪتابن جو تعداد گهڻو آهي. فارسي ۽ سنڌي ٻولين ۾ به ڪجهه ڪتاب لکيائين. سن 1761ع ۾ وفات ڪري ويو. هن جي مزار 'مڪلي' قبرستان ۾ موجود آهي. (ڊاڪٽر محمد ادريس جو مقالو رسالو 'مهراڻ'، نمبر 2-3، سال 2003ع وڌيڪ ڏسو: 'ٺٽوي، مخدوم محمد هاشم'، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٻيو، ص: 548)

**باغ علي 'خائف':** باغ عليءَ بابت گهڻي ڄاڻ حاصل ڪونهي. البت هي سنڌي هو ۽ ڪلهوڙن جو سرڪاري مؤرخ ٿي گذريو. ان ڏس ۾ هن 'نامهء نغز' (فارسي) ڪتاب لکيو. هي ڪلهوڙن جي تاريخ متعلق نظم ۾ تيار ڪيو ويو. پير حسام الدين، ڪتاب کي وڏي اهميت ڏني آهي. هي ڪتاب اڃا نه ڇپيو آهي.

**محسن:** ڪلهوڙا دور جي هن لاثاني فارسي گو شاعر جو تعلق ٺٽي سان هو. هن ٻائيتاليهن سالن جي ڄمار ۾ 1750ع ۾ وفات ڪئي. سندس ڪلام محمد حبيب الله راشديءَ ايڊٽ ڪيو، جنهن کي سنڌي ادبي بورڊ 1963ع ۾ شايع ڪيو. ابتدا ۾ هُو ٺٽي جي مغل نوابن جي مدح سرائي ڪندو هو. بعد ۾ مياں نور محمد ڪلهوڙي جي شان ۾ قصيدا چيائين.

**شاهہ فقيرالله علوي:** افغانستان مان اچي سنڌ جي شهر شڪارپور ۾ آباد ٿيو. هن ڪيئي ڪتاب لکيا، جي اڪثر عربي زبان ۾ آهن. انهن ڪتابن جو تعلق تصوف ۽ مذهبيات سان آهي. البت هن جا فارسي زبان ۾ لکيل خط سنڌ جي حوالي سان اهميت رکن ٿا. اهي خط 'مڪتوبات شاهہ فقيرالله علوي' جي نالي سان هڪ صدي اڳ لاهور مان ڇپيا هئا.

**دين محمد صديقي:** مخدوم صاحب اصل پاٽ جو هو ۽ پوءِ سيوهڻ طرف لڏي آيو. وقت جو نامور عالم ۽ صوفي ٿي گذريو. ميان نور محمد سان بهتر لاڳاپا هئس. ان ڪري سيوهڻ جي فتويٰ ۽ قضا مخدوم دين محمد جي حوالي هئي. ميان صاحب شرعي مسئلن ۾ ڪانئس مدد ۽ مشورو وٺندو هو. مخدوم صاحب 1778ع ۾ وفات ڪئي. (ڪلهوڙا دور حڪومت، ص 304)

**مخدوم معين ٺٽوي:** مخدوم محمد معين ٺٽوي ذات جو لاکو (دل لاکو) هو. مخدوم صاحب جو ڏاڏو پٽ باران مان لڏي ٺٽي آيو. مخدوم محمد معين جي والد جو نالو محمد امين ۽ ڏاڏي جو نالو مخدوم طالب الله هو. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ سان تحريري معرڪا ڪُيائين. شاهہ لطيف سان گهاٽي دوستي هئس. حاڪمن سان به بهتر لاڳاپا رکيائين. تصوف ۾ دلچسپيءَ جي باوجود به، درس تدريس ۽ تصنيف سان شغل رکيائين. هن جي وفات 1747ع ۾ ٿي. (تحفتالکرام، سنڌي، ص 563-564) هن جي مزار مڪليءَ تي آهي. (وڌيڪ ڏسو: ٺٽوي، مخدوم معين، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٻيو، ص: 547)

**مير علي شير قانع:** ٺٽي سان تعلق رکندڙ، ڪلهوڙا دور جو ڀلوڙ مؤرخ، اديب، تذڪره نويس ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. پير حسام الدين راشدي، سموري زندگي، مير علي شيرجي زندگي ۽ لکيل ڪتابن کي اجاگر ڪرڻ ۾ صرف ڪئي. سندس لکيل ڪتاب: 'تحفة الکرام'، 'مقالات الشعراء'، 'مڪلي نامه'، ۽ 'معيار سالڪان طريقت' سنڌ جي حوالي سان وڏي اهميت رکن ٿا، جيڪي سڀ فارسي زبان ۾ آهن. پهريان ٽي ڪتاب راشدي صاحب ايڊٽ ڪري، سنڌي ادبي بورڊ مان ڇپرايا. جڏهن ته 'معيار سالڪان طريقت' ڊاڪٽر خضر نوشاهي ايڊٽ ڪري لاهور مان ڇپرايو. مير علي شير قانع 1727ع ۾ پيدا ٿيو. ٽيهٺ سالن جي ڄمار پاتي ۽ 1788ع ۾ فوت ٿيو. مڪليءَ تي شڪرالاهي خاندان جي قبرستان ۾ مدفون آهي.

**ميون عيسيٰ:** شاهہ لطيف جو وڏو معاصر هو. هن جو شعر نهايت معياري آهي. ممتاز مرزا جي ترتيب سان 'ميين عيسيٰ جا سنڌي بيت' سال 1993ع ۾ ڇپيا آهن.

## ڪلهوڙا دور حڪومت، هڪ مختصر جائزو:

هر حڪومتي دور وانگر ڪلهوڙن جي حڪومت ۾ به ڪي خوبيون ۽ ڪجهه خاميون به هيون. خوبين جي ڪثرت جي بنياد تي حڪومتون نهنديون ۽ مضبوط ٿينديون آهن. البت جڏهن برايون وڌنديون آهن ته حڪومتون ۽ خاص ڪري شخصي حڪومتون ڊهنديون آهن. اهو قاعدو قانون ڪلهوڙن جي حڪمرانيءَ سان به لاڳو آهي. مورخن جي نظر ۾ ڪلهوڙا حاڪمن خاص ڪري ميان يار محمد ۽ ميان نور محمد جي دور ۾ 'سنڌ جي جاگرافيائي وحدت' جي بحاليءَ کي اهميت رهي. ياد رهي ته 1555ع ۾ ترخانن جي حڪومت شروع ٿيندي، سنڌ جا ٻه حصا ڪيا ويا هئا. بکر سرڪار سلطان محمود جي حوالي ٿي، جڏهن هو 1574ع ۾ فوت ٿيو ته اڪبراعظم جي لشڪر ان علائقي تي قبضو ڪيو ۽ پوءِ هڪ سرڪار (ڊويزن) جي حيثيت ۾ ان کي ملتان صوبي ۾ شامل ڪيو ويو. 1555ع جي تقسيم جي نتيجي ۾ باقي ملڪ ترخانن کي مليو. جيتوڻيڪ 1591ع ۾ اڪبر جي لشڪر ترخانن جي علائقي ٺٽي کي فتح ڪري، مغل شهنشاهيت سان ملائي ڇڏيو، پر پوءِ به ترخانن جي حاڪميت برقرار رهي. 1612ع ۾ آخري ترخان حاڪم مرزا غازي بيگ فوت ٿيو.

ان وقت جهانگير ٺٽي کي صوبي جو درجو ڏئي، دهليءَ کان سڌا گورنر (صوبيدار) موڪلڻ جو حڪم ڏنو. گڏوگڏ ارغونن ۽ ترخانن کي چونڊي چونڊي سنڌ مان ڪڍي هندستان پهچايو ويو. سيوستان (سيوهڻ) سرڪار ۽ لاهري بندر مرڪزي علائقن ۾ شمار ڪيا ويا. ٺٽو، چاچڪان، نصرپور ۽ چاڪر هالا- يعني ڇهن ڊويزنن (سرڪارن) تي مشتمل 'ٺٽو' صوبو وجود ۾ آندو ويو. مغل دور ۾ هندستان ۾ جيڪي به تاريخي ڪتاب لکيا ويا، تن ۾ ٺٽي، بکر ۽ سيوستان جو احوال ته ملي ٿو پر 'سنڌ' نالو ائين غائب ڪيو ويو، جيئن پوءِ ويجهي دور ۾ ون يونٽ جي دور ۾ ڏسڻ ۾ آيو هو.

سن 1701ع ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙو حاڪم ٿيو ته سندس حڪومت جي ابتدا اتر سنڌ کان ٿي. آهستي آهستي هن سبيءَ تائين اهي علائقا هٿ ڪري ورتا، جي سلطان محمود جي حاڪميت ۾ هئا. 1719ع ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي جو دور آيو ته ڪلهوڙن جي حڪومتي علائقن ۾ بتدريج توسيع ايندي وئي. محمد شاهه (مغل بادشاهه) جي دور ۾، آخري مغل حاڪم نواب صادق علي خان، دهلي سرڪار کي آگاهه ڪيو ته هاڻي سنڌ ۾ مغلن جو حڪم هلڻ محال آهي. ان پسمنظر ۾ مغلن 1737ع ۾ فرمان جاري ڪري، ٺٽي جو صوبو به ميان ڪلهوڙن جي حوالي ڪيو. ان سال کان مغل عملدارن جو سنڌ ۾ اچڻ بند ٿي ويو ۽ سنڌ جي ڏيهي حاڪمن ٺٽي لاءِ پنهنجا نائب مقرر ڪرڻ شروع ڪيا. مطلب ته ٻن صدين کانپوءِ سنڌ جو نالو وري بحال ٿيو.

غلام رسول مهر لکيو آهي ته، ڪلهوڙن جو هيءُ نهايت اهم ملڪي ڪارنامو آهي، جيڪو هميشه سنڌ جي تاريخ ۾ روشن رهندو. افسوس جو اڄ تائين ان جي اهميت جو صحيح اندازو نه ڪيو ويو آهي. *(تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو، سنڌي، ص 817)* 1757ع ۾ مراداياب جي معزوليءَ کانپوءِ سنڌ جي وحدت کي نقصان پهتو. ليڪن بعد ۾ ميان غلام شاهه حالتن کي سنڀاليندي سنڌ جي ايڪي کي بحال ڪري ورتو هو. ميان نور محمد ڪلهوڙي تائين بولان لڪ تائين جا علائقا سنڌ ۾ شامل هئا، جيڪي پوءِ 1740ع ۾ نادر شاهه سنڌ کان کسي خان قلات جي حوالي ڪيا هئا. ميان غلام شاهه ۽ ميان سرفراز ڪلهوڙي جي دورن ۾ ديرو غازي خان ۽ ديرو اسماعيل خان، ڪجهه وقت لاءِ سنڌ جي حدن ۾ شامل رهيا. ميان عبدالنبي ڪلهوڙي آخري ڏينهن ۾ ڪراچيءَ جو شهر خان قلات کي ۽ عمرڪوٽ جو علائقو جوڌپور جي راجا جي حوالي ڪري، سنڌ جي سرحدن سان وڏي زيادتي ڪئي.

ڪلهوڙا دور جي تاريخي جاگرافيءَ جو هڪ اهم واقعو سنڌو درياهه جي رستي تبديل ٿيڻ جو آهي. هي واقعو 9-1758ع ۾ وقوع پذير آهي. ان وقت سنڌو شينهن درياهه هالا کان اچي، سيڪاٽ کان مڙي، نصرپور پهچي، پوءِ لاڙ ۾ وڃي مختلف ڇاڙهن ۾ تقسيم ٿي سمنڊ ۾ ڪِرندو هو. پوءِ ڇاٽايل سال ۾ سنڌو درياهه سيڪاٽ- نصرپور وارو رستو ڇڏي، موجوده حيدرآباد- ڪوٽڙيءَ وارو رستو اختيار ڪيو (route) *(دي انڊس ڊيلٽا ڪنٽري، ص 118)* موجوده دور جي نامور محقق ايم. ايڇ. پنهور جي راءِ آهي ته، سنڌو درياهه جي هن عمل سان لاڙ پٽ ۾ لکين ايڪڙ زمين زراعت جي لائق نه رهي.

ميان يار محمد کي حڪومت جو پروانو ڪجهه شرطن تي مليو هو. ان ۾ هڪ شرط امن امان جي بحالي ۽ عوام کي تحفظ فراهم ڪرڻ هو. لاشڪ ته ڪلهوڙن ان ڏس ۾ ڪوشش ڪري سنڌ ۾ امن امان بحال ڪيو. هڪ خط ۾ يار محمد لکيو هو ته، خدا جي عنايت ۽ [مغل] شهنشاهه جي اقبال جي برڪت سان رستن جو امن ۽ رعيت جي ڀلائي تمام اعليٰ درجي تي پهتل آهي. مسافر توڙي مقامي ماڻهو پنهنجي پنهنجي ڪاروبار کي لڳل آهن. *(سنڌ جي تاريخ- ڪلهوڙا دور، جلد ٻيو، سنڌي، ص 818-819)* ظاهر آهي ته جنهن خطي ۾ امن امان جي صورت بهتر هوندي، اتي ئي زراعت، ڪاريگري ۽ صنعت به اسرندي ته، ثقافتي سرگرميون وڌنديون ۽ نت نوان ڪاروباري مرڪز به اڀرندا.

ڪلهوڙا دور جو ٻيو اهم ڪارنامو آبپاشي نظام جي بحالي آهي. ايڇ. ٽي. سورلي جي لکڻ موجب مغلن جي دور ۾، سنڌ ۾ پوري جو پورو آبپاشي نظام ختم ٿي چڪو هو. *(شاهه عبداللطيف آف ڀٽ، ص 113)* سورلي ۽ ليمبرڪ، توڙي ايس پي ڇپلاڻيءَ هن ڏس ۾ ڪلهوڙن جي واڪاڻ ڪندي سندن پاران آبپاشي انتظام تي مڪمل توجهه ڏيڻ ۽ ان جي بحاليءَ جو ذڪر ڇٽن لفظن ۾ ذڪر ڪيو آهي. *(سنڌ جي اقتصادي تاريخ، سنڌي ترجمو، ص 38)* ڊاڪٽر ليمبرڪ جي راءِ موجب ڪلهوڙا شروع کان وٺي آبادگار ۽ زميندار هئا. اجا حڪومت ۾ به نه آيا هئا ته، چانڊڪي ۾ گهاڙ واهه کوٽائي هن پرڳڻي کي آباد ڪيو هئائون. بعد ۾ آبپاشي نظام جي سڌاري طرف توجهه ڏئي، اڪثر ڪئنال ۽ واهه کيرائي، سنڌ جي زراعت کي ترقي ڏنائون. هن ڏس ۾ خاص ڪردار ميان نور محمد ڪلهوڙي جو آهي. سنڌ ۾ جديد آبپاشي نظام جو باني ڪيس تسليم ڪيو وڃي ٿو. هن جي زماني ۾ اڪثر واهه اتر سنڌ ۾ ٺهيا، جتي سڀ کان اول سندس اقتدار جي شروعات ٿي. *(ارلي ڪئنال اريگيشن ان سنڌ، ص 17)* موجوده دور جي اهم محقق ۽ انجنيئر ايم. ايڇ. پنهور جي راءِ ۾، ڪلهوڙا بهترين اڏيندڙ هئا. سندن ڪاميابيءَ جو راز ان ۾ هو ته انهن ڪئنال سسٽم کي تڪڙو بحال ڪيو ۽ اتي آبادگارن کي آباد ڪيو. 1757ع تائين ڪلهوڙن جي آبپاشي ۽ زراعت عروج کي پهتا. *(ڪلهوڙا دور حڪومت، ص 328)* اهو ئي آبپاشي بندوبست هو، جنهن جي وجود جي ڪري سنڌ جي زراعت تڪڙي ترقي ڪئي ۽ مجموعي طرح سان ڪلهوڙن جي دور ۾ اقتصادي واڌاري جون منزلون طئه ڪيون ويون. ليڪن ٽالپرن واري دور ۾ ڪلهوڙن جو اڏيل آبپاشي نظام ناس ٿي ويو. سبب هي هو ته ڪلهوڙن جي دور ۾ ملڪ متحد هو. جڏهن ته ٽالپرن جي دور ۾ ملڪ کي ننڍين ننڍين رياستن ۾ ورهايو ويو. ان جي ڪري آبپاشي بندوبست کي به گهڻو نقصان پهتو. *(ڪلهوڙا دور حڪومت، 329)* آبپاشي نظام جي بحاليءَ سان، نت نوان ڳوٺ توڙي شهر وجود ۾ آيا. سنڌو درياهه ۾ سياسي تبديليءَ جي ڪري سنڌ جي نقشي ۾ نواڻ آئي. ٺٽي، نصرپور ۽ بکر جي زوال سان روهڙي ۽ سکر کي اهميت ملي،

شڪارپور جو شهر هونئن تہ دائودپوٽن تعمير ڪرايو هو، پر ان جي سياسي توڙي ڪاروباري اهميت ڪلهوڙن جي دور ۾ نروار ٿي. ان ڏس ۾ ڪلاڊ مارڪو وٽس گهڻو ڪم ڪيو آهي. *(دي گلوبل ورلڊ آف انڊين مرچنس، ڪيمبرج يونيورسٽي پريس، 2000ع)* سنڌو درياهہ جي رخ جي تبديليءَ سان حيدرآباد جو شهر وجود ۾ آيو. ميان غلام شاهہ جي حڪم سان هن شهر جو بنياد (1768ع) رکيو ويو. شهر ۽ قلعي جي تعمير 1769ع ۾ ٿي. جيتوڻيڪ هي شهر ماضيءَ ۾ سنڌ جو تختگاهہ رهيو آهي ۽ اڄ ڪراچي شهر کي اهو اعزاز حاصل آهي. پر پوءِ بہ هي شهر (حيدرآباد)، سنڌ جي سياست، ثقافت ۽ علم ادب جو اهم مرڪز آهي. ان جي پرسان درياهہ جي ڪناري تي ديوان گدو مل هڪ بستي آباد ڪئي هئي، جا پوءِ گدوبندر جي نالي سان مشهور ٿي. گدو بندر جي آمهون سامهون (وچ ۾ درياهہ) نومڙيا قبيلي ڪوٽڙي شهر کي آباد ڪيو هو، جو پڻ اڃا موجود آهي.

نهري نظام جي واڌ ويجهہ سان، مغل دور ۾ سنڌ جي ختم ٿيل زراعت کي بہ اڀرڻ جو موقعو مليو. ان دور ۾ ڪيتري زمين زراعت هيٺ هئي، ان لاءِ يقين سان ڪجهہ چوڻ ڏکيو آهي. ليمبرڪ جي لکڻ موجب ڪلهوڙا دور ۾ ڪل ٽيهہ لک ايڪڙ زمين پوکيءَ هيٺ هئي. ان جي ڀيٽ ۾ ايس. پي. ڇبلاڻيءَ جي راءِ آهي تہ، ذڪر هيٺ دور ۾ ايڪيهہ لک ايڪڙ زمين پوک هيٺ هئي. ايم. ايڇ پنهور ليمبرڪ جي ڀيٽ ۾ ڇبلاڻيءَ کي ترجيح ڏئي ٿو. سندس راءِ موجب 1758ع ۾ سنڌ جو آبپاشي نظام ۽ زراعت اوج کي پهتي. ڇو تہ سنڌو درياهہ جي رستي تبديل ٿيڻ ڪري آبپاشي ۽ زراعت کي وڏو نقصان پهتو. ان دور ۾ بہ خريف ۽ ربيع جا فصل ٿيندا هئا. خريف جو فصل پلو ٿيندو هو ڇو تہ، ان مرحلي تي وافر مقدار ۾ پاڻي موجود هوندو هو. ڪٿي ڪٿي ٽيون فصل بہ ٿيندو هو، جنهن کي 'آڊائون' چوندا هئا. خريف ۾ ڪپهہ ۽ ڪمند، چانور ۽ مڱ پوکبا هئا. ٿوري مقدار ۾ تماڪ بہ ٿيندو هو. ربيع يا چيٽ ۾ ڪڻڪ، جوَ، نير، سرنهن، ڇڻا ۽ مٽر پوکيا ويندا هئا. ٿوري مقدار ۾ ڀنگ ۽ ڏوڏي بہ پوکبي هئي. هيرڻ جي پوک دائمي فصل ليکيو ويندو هو. ڪپهہ ۽ نير جي فصل جي وڏي اهميت هوندي هئي. لاڙ جو علائقو باغن ۽ ميون جي آباديءَ لاءِ مشهور هو. *(ڪلهوڙا دور حڪومت، ص 330- 331)* ڊاڪٽر ڇبلاڻي درست لکيو آهي تہ، سنڌ جو زرعي عروج ابتدائي ڪلهوڙن جي دور ۾ ڏٺو ويو. غلام شاهہ ڪانپوءِ گهرو لڙاين ۽ بيروني حملن، سنڌ جي زرعي وهنوار کي ڪاپاري نقصان پهچايو. *(سنڌ جي اقتصادي تاريخ، ص 53، 57، 71)* جڏهن زراعت ترقي ڪري ۽ نت نوان شهري مرڪز اڀرن، تڏهن صنعتون ۽ صنعتي مرڪزن جو اڀرڻ اٽل آهي. ڊاڪٽر ڇبلاڻي درست لکي ٿو تہ، هندستان جي ٻين پرڳڻن وانگر سنڌ جا شهر بہ آدمشماري، صنعت ۽ واپار جا مکيہ مرڪز هئا. واپار ۽ صنعت جي وڌڻ سان نوان نوان شهر ۽ قصبا پيدا ٿيا ۽ پراڻا شهر وڌيڪ وڏا (هي غلط آهي) ٿيندا ويا. ٻهراڙين مان آبادي اچي شهرن ۾ گڏ ٿي. جڏهن صنعت ۽ واپار پوئتي پوڻ شروع ٿيا تہ آباد ۽ آسودا شهر بہ ڊٺڻ لڳا. *(سنڌ جي اقتصادي تاريخ، ص 73)* ڪلهوڙ ادور ۾ صنعت ۽ تجارت جا خاص مرڪز هي هئا: ٺٽو، نصرپور، سيوهڻ، روهڙي، بکر، سکر، ڪنڊيارو، درٻيلو، گمبٽ، بوبڪ ۽ سن. هن ڏس ۾ ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور جو بہ ذڪر ڪرڻ ٿو جي بلڪل نوان مرڪز هئا. ان ڪانسواءِ کهڙا، راڻيپور، هالا، عمرڪوٽ ۽ لاڙڪاڻو بہ صنعتي ۽ تجارتي اهميت وارا شهر هئا. ان دور ۾ اورنگا بندر، شاهہ بندر، ڪراچي ۽ علي بندر جي ذريعي سنڌ جو ڏيساور سان واپار ٿيندو هو. ڊاڪٽر ڇبلاڻي ان ڏس ۾ لکي ٿو تہ، سنڌ مان ڪافي انداز ۾ ڪيترن ئي قسمن جو ڪپڙو، ريشمي شيون، نير، شورو، ڪلون ۽ چمڙي جو سامان، چوپايو مال، کير مان ٺهندڙ شيون، آفيم، اناج، مڇي ۽ کي ٻيون شيون برآمد ڪيون ويندڙيون هيون. موٽ ۾ سنڌ مان ٻاهران ڌاتو، شيهو، ٽِن، لوهہ، رڪ، سون، چاندي، آسائشي سامان، وڏي بر وارو ڪپڙو، اوني سامان، ريشمي ڪپڙو، بخمل، موتي، قيمتي پٿر، مصالحا، ڪارا مرچ، لونگ، دال چيني، جاڦر، دستڪاريءَ لاءِ گهربل سامان، ميوا ۽ ڪجي وغيره درآمد ڪيا ويندا هئا. *(سنڌ جي اقتصادي تاريخ، ص 154-155)* هونئن تہ اٽڪل روءِ سنڌ جي اردگرد ملڪن ۽ علائقن سان واپاري ڏي وٺ هئي. پر اهو سلسلو يورپ تائين وڃي پهتو هو. ڊچ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جا ڪارندا، مراد ياب خان جي دور ۾ سنڌ آيا هئا. *(دي ڊچ ايسٽ انڊيا ڪمپني اينڊ ديول سنڌ، 1983)* ان کان سواءِ ايسٽ انڊيا ڪمپني (انگريز) بہ سنڌ ۾ واپار لاءِ پهتي هئي. ڪمپنيءَ ڪاروبار جو مرڪز ٺٽي کي بنايو. 1758ع ۾ انگريزن ميان غلام شاهہ سان واپاري معاهدا ڪيا. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ 1775ع ۾ سنڌ مان پنهنجو ڪاروبار ختم ڪيو. *(اي هسٽري آف برٽش رليشنس وٿ سنڌ، 41-51)* انگريز واپاري ڪمپني سنڌ مان نير ۽ قلمي شورو، وڏي مقدار ۾ خريد ڪندي هئي. هڪ سوال آهي تہ ان دور ۾ سنڌ جي قومي آمدني ڪيتري هئي؟ تخمينو ڪيو ويو آهي تہ اهو اسي لک روپيا ساليانو هوندو.

سنڌ اندر ڪلهوڙا دور ۾ دهلي بادشاهت جا نادري ۽ افغاني سڪا رائج هئا. روايتون آهن تہ ميان غلام شاهہ، حيدرآباد ۾ ضرب خانو قائم ڪيو هو، پر سندس نالي ۾ ٺهيل ڪنهن بہ سڪي جو اڃا پتو پئجي نہ سگهيو آهي. ان وقت جي سنڌ جي آدمشماريءَ بابت بہ مختلف اندازا لڳايا ويا آهن.

ايڇ. ٽي. سورلي موجب ان دور ۾ سنڌ ۾ ڏهہ لک انسان رهندا هئا. ايس. پي. ڇبلاڻي موجب مغل دور ۾ سنڌ جي آبادي ويهہ لک هئي. جڏهن تہ ڪلهوڙا دور ۾ اها وڌي ٽيهن لکن کي پهتي. ايم ايڇ پنهور، ڇبلاڻيءَ کي ويجهو ڏسي ٿو. سن 1757ع ۾ ڪلهوڙن جو اوج هو. ان وقت آباد زمين ايڪويهہ لک ايڪڙ ۽ آدم شماري ٽيهہ لک هئي. *(هسٽري آف سنڌ اريگيشن، ص 68)* قومون ۽ قبيلا ڪنهن بہ ملڪ جي سماج جي تعمير ۾ مکيہ اهميت رکن ٿا. سمن ڄامن کانپوءِ 1701ع ۾ (يعني 180 سال پوءِ) وري سنڌ ۾ ڏيهي حڪومت وجود ۾ آئي هئي. ڪلهوڙا حاڪمن سنڌي قبيلن کي اهو درجو ۽ فائدو نہ ڏنو. هنن فوج ۾ اهم عهدا سرائي ٻروچن کي ڏنا، ان ڪري وڏيون وڏيون جاگيرون بہ کين

مليون. ميان ڪلهوڙن مذهبي تعصب کان هٽي، اهم حڪومتي عهدن تي هندن کي به مقرر ڪيو، جنهن جو وڏو مثال ديوان گدو مل آهي.

ڪلهوڙا دور تي ڀرپور پيرو مفصل ڪم غلام رسول مهر ڪيو، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ 1958ع ۾ ڇاپيو. *(تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور، حصو ڇهون، ٻه جلد)* مهر مرحوم ڪلهوڙا دور جي انتظامي ڍانچي ۽ حڪومتي ادارن ۾ گهڻي دلچسپي ورتي. ڪتاب پڙهي ائين ٿو لڳي ته ڄڻ اها فقيرن جو هڪ ميڙاڪو هئي. حقيقت ۾ ڪلهوڙن وٽ حڪومت هلائڻ لاءِ هڪ مڪمل انتظامي ڍانچو موجود هو. دراصل ڪلهوڙن کي حڪومت، دهليءَ جي مغلن کان منتقل ٿي هئي ۽ مغلن وٽ مرڪزي حڪومت جو هڪ مڪمل ادارو موجود هو. ان کان سواءِ صوبائي حڪومتون هلائڻ لاءِ به سندن هڪ نظام موجود هو. ليکڪ پي. سَارن اُن بابت اطمينان جوڳي تحقيق پيش ڪئي آهي. *(دي پراونشل گورنمينٽ آف دي مغلز، دهلي 1988ع)* جڏهن ڪلهوڙن کي سموري سنڌ جو انتظام مليو، تڏهن جزوي ترميمن سان انهن به، پنهنجي حڪومت جو ڍانچو، مغلن جي صوبائي حڪومتي بندوبست کي آڏو رکي قائم ڪيو. ان ۾ ڏيهي ضرورتن کي مدنظر ضرور رکيو ويو هو. ڊاڪٽر غلام محمد لاکي ڀرپور پيرو ان کي مفصل طرح نروار ڪيو آهي. *(ڪلهوڙا دور حڪومت، باب پنجون)* ڪلهوڙا دور جي نون ۽ پراڻن شهرن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي. ڪجھ وڌيڪ شهر هيٺيان هئا: خداآباد (دادو)، محمدآباد (مورو)، الهه آباد، نوشهروفيروز، شاهه ڳڙهه، شاهه پور (اول)، شاهه پور (دوم)، حيدرآباد ۽ خداآباد (هالا). هنن شهرن ۾ خداآباد (دادو) کي خاص اهميت حاصل رهي آهي. هن شهر ۾ ميان يار محمد جو مقبرو ۽ خداآباد جي جامع مسجد موجود آهي. ڪزنس موجب خداآباد جي مسجد تي لڳل ڪاشي، سنڌ ۾ ٺهندڙ ڪاشيءَ جو بهترين نمونو آهي. *(دي انٽيڪئيٽيز آف سنڌ، ص 161-162)* ذڪر هيٺ دور ۾ سنڌ جي انتظامي ونڊ ورڇ، جا 'تاريخ مظهر شاهجهاني' ۽ 'آئين اڪبري' ۾ ڏنل آهي، ان ۾ پڻ تبديلي اچڻ شروع ٿي. ڪلهوڙا فن تعمير ۾ خاص دلچسپي رکندڙ هئا. ان ڏس ۾ گهڻو ڪردار ميان غلام شاهه جو ڏسجي ٿو. لاڙڪاڻي ۾ شاهه بهاري جو مقبرو، آدم شاهه جو مقبرو (سکر)، ڳاڙهيءَ جا آثار، حيدرآباد ۾ ميان غلام نبي، ميان غلام شاهه ۽ ميان سرفراز جو مقبرو، ڪلهوڙن جي فن تعمير جا يادگار اهڃاڻ آهن.

*(مواد تيار ڪندڙ: ڊاڪٽر غلام محمد لاکو)*

## سنڌ ۾ ٽالپرن جو دور حڪومت/ ميرن جي صاحبي

ڪلهوڙن جي شڪست ۽ زوال کانپوءِ، 1783ع ۾ سنڌ ۾ ٽالپرن جي راڄڌاني قائم ٿي. ٽالپر هوندئي ته مغلن جي سرپرستيءَ ۾ سنڌ ۾ داخل ٿيا، پر اهي ڪلهوڙن جي مريدي ۽ خادميءَ ۾ به شامل هئا. ان ڪري ڪلهوڙا راڄ ۾ اهم عهدن تي رهيا.

سوال آهي ته ٽالپر ڪير هئا؟ ان جو مختصر جواب آهي ته، اهي 'بلوچ' هئا. ناميارا محقق ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ، هن ڏس ۾ مختلف راين کي گڏ ڪيو آهي. مير نصير خان آخري ٽالپر حڪمران جي راءِ آهي ته، اهي حضرت امير حمزي جي اولاد مان آهن. حضرت امير حمزو پيغمبر اسلام جو چاچو هو [جڏهن ته بلوچستان جا موجوده تاريخدان تحقيق ڪري چڪا آهن ته اُهو امير حمزه رسول پاڪ جو چاچو نه، پر هن علائقي جو مقامي امير حمزه هو.] ٻيءَ راءِ موجب هو اصل ۾ لغاري بلوچ آهن. ڪي وري کين مزاري بلوچن جي رستماڻي شاخ ۾ آڻين ٿا. ڊاڪٽر رحيم ٽالپرن کي مري بلوچن جو هڪ قبيلو سمجهي ٿو. خداداد خان *(لب تاريخ سنڌ)* ٽالپرن کي رندن ۾ شمار ڪري ٿو وڌيڪ اها راءِ به آهي ته اهي بلوچن جي هوت قبيلي مان آهن.

سيني راين کي سميٽيندي، ڊاڪٽر عطا محمد حامي لکي ٿو ته، حقيقت ۾ آخري راءِ وزن واري لڳي ٿي، ڇو ته ٽالپرن جو هر هڪ شجرو هوت بن جلال خان سان وڃي ملي ٿو. *(خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو، 57-58)* اقتدار ۾ اچڻ کان اڳ ٽالپر تمام وڏن عهدن تي مقرر هئا ۽ کين سنڌ ۾ مغل شهنشاهن جي حڪم تي وڏيون جاگيرون پڻ مليون هيون. مير شهداد خان، مير بهرام خان، مير صوبدار، مير عبدالله خان ۽ مير فتح خان، ڪلهوڙا دور جي اڪابرين ۾ شامل ٿيندا هئا ۽ آخري ڪلهوڙا دور حڪومت دوران، درباري سازشن ۾ حياتي وڃائي ويٺا.

نامور محقق خداداد خان موجب 'ٽالپر' ڪيترن شاخن ۾ تقسيم ٿيل آهن. هتي ٻين کي ڇڏي، صرف انهن ٽالپرن جو ذڪر ڪجي ٿو جن سنڌ ۾ حڪومت ڪئي، ۽ حيدرآباد، ميرپورخاص ۽ خيرپور ۾ حڪمران ٿي رهيا.

جيتوڻيڪ کيس اٺ پٽ هئا، پر ٻن پٽن جو تاريخ ۾ گهڻو ذڪر آهي. پهرئين جو نالو 'هوتڪ خان' ۽ ٽئين جو نالو 'ماڻڪ خان' هو. *('لب تاريخ سنڌ'، سنڌي ترجمو ص: 166)* هوتڪ خان جي اولاد مان حيدرآباد ۽ خيرپور جي ميرن جو خاندان وجود ۾ آيو. هوتڪ خان کي شهداد خان نالي هڪ نامور فرزند هو. کيس ٻيا پٽ به هئا، پر هتي فقط سندس ٻن پٽن بهرام خان ۽ مير چاڪر خان جو ذڪر ڪجي ٿو. مير بهرام کي به ڪيئي پٽ هئا، پر هتي ٻئي نمبر پٽ مير صوبدار خان جو ذڪر ڪبو. حيدرآباد جي حڪمران خاندان جو تعلق صوبدار خان سان آهي. مير چاڪر خان ولد مير شهداد خان کي به ڳچ پٽ هئا، پر سندس نامور پٽ مير سهراب خان هو جو سنڌ جي فاتح مير فتح علي خان جو ساٿي هو. ان کانپوءِ ڪڪي خان جي ٽئين نمبر پٽ جو نالو مير ماڻڪ خان هو هتي هن جي اولاد مان حڪمران گهراڻي کي نروار ڪجي ٿو اهي 'ماڻڪاڻي' مير سڏجن ٿا. هن کي هڪ پٽ مير الله يار خان ٿيو جنهن کي مير مسو خان نالي پٽ ٿيو مسو خان جو پٽ مير فتح خان نمايان ٿيو هن جي پٽ مير ٺاري خان، هالاڻيءَ جي جنگ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

ميرن جي داستان کي سمجهڻ لاءِ پڙهندڙن جي لاءِ سندن شجرو پيش ڪجي ٿو. *('لب تاريخ سنڌ'، سنڌي ترجمو ص 166- 168)*

شجرو هن ريت آهي:

**ڪڪو خان عرف سليمان خان ٽالپر ۽ سندس پٽ**




مٿئين شجري مان، جيڪو بلڪل مختصر آهي، سنڌ جي ٽالپر حاڪمن جي هڪ ٻئي سان ويجهي مائٽي، هڪ ذات، بلڪ هڪ ئي ڏاڏي جي اولاد هجڻ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي ترجمو، ص 168)*

**سنڌ جي تقسيم:** 1783ع ۾ ٽالپرن، ڪلهوڙن جي جاءِ تي، سنڌ ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪري ورتي. مٿي ذڪر ڪيل مير صاحبن سنڌ تي قبضو ڪرڻ بعد ڪابل جي بادشاهه تيمور شاهه کان پراڻي دستور موجب اول شاهي نذرانو ادا ڪري، پوءِ سنڌ تي حڪومت ڪرڻ جو پروانو حاصل ڪيو. ان کانپوءِ 1784ع ۾ سنڌ کي ستن حصن ۾ ورهايائون، جن مان چار حصا مير فتح علي خان ۽ سندس ڀائرن کي ڏنائون. ٻه حصا مير سهراب خان کي ۽ هڪ حصو مير ٺاري خان جي حوالي ڪيائون. اهي حيدرآباد، ميرپورخاص ۽ خيرپور ۾ مسند نشين ٿي حڪومتون هلائڻ لڳا. حيدرآباد ۽ ميرپورخاص جا حڪمران گڏجي ڪابل جي بادشاهه جو نذرانو موڪليندا هئا. جڏهن ته خيرپور جا مير جداگانه طور ڪابل کي خراج موڪليندا هئا. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي ترجمو، ص 169)*

سنڌ جو ملڪ هڪ رياست چو نه بنجي سگهيو ۽ ان کي ستن حصن يا ٽن رياستن ۾ ڇو ورهايو ويو. ان لاءِ مير سهراب خان کي ذميوار سمجهيو وڃي ٿو. مير سهراب خان پٽ مير چاڪر خان هڪ بهادر شخص هو. ٽالپرن ۽ ڪلهوڙن دوران جيڪي معرڪا ٿيا، تن ۾ خوب حصو ورتائين. جڏهن ڪلهوڙن جو خاتمو ٿيو، تڏهن مير سهراب خان اها دعويٰ پيش ڪئي ته هالاڻيءَ جي جنگ جو حقيقي هيرو آءٌ آهيان. هيءَ ڳالهه ٻين ميرن قبول نه ڪئي ۽ مير فتح علي خان ئي مکيه اڳواڻ ٿي اڀريو. ان پس منظر ۾ مير سهراب خان، مير فتح علي خان جي ماتحت رهڻ بدران، پنهنجا راڄ وٺي اچي خيرپور ۾ الڳ سان پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. ان ڪري ٻنهي جي پاڻ ۾ ڇڪتاڻ گهڻي وڌي وئي. ڪيتري وقت تائين هڪ ٻئي جي خلاف رهيا ۽ ڌمڪيون به ڏيندا رهيا. اها ڇڪتاڻ ڏهه سال جاري رهي. نيٺ ٽالپر ۽ کي ٻيا امير وچ ۾ پيا ۽ خيرپور ۽ حيدرآباد جي ميرن ۾ صلح ٿيو. 1793ع ۾ مير فتح علي خان، خيرپور جي حاڪمن کي تسليم ڪيو ان ريت ٻنهي ڌرين ۾ صلح ۽ خير ٿي ويو. *(ڊاڪٽر عطا محمد حامي ۽ جو ڪتاب، ص 111- 112)* جيتوڻيڪ سنڌ ملڪ جا ست ڀاڱا ٿيا يا ان کي ٽن رياستن ۾ تقسيم ڪيو ويو ان ڪري مير صاحبن ۾ صلح ٿي ويو ۽ اهي ۽ هڪ شڪئي ستابي ملڪ جا وارث بنجي ويا، پر ان حالت ۾ مملڪت ۽ رياست کي گهڻو نقصان پهتو هيٺ سنڌ جي ٽنهي رياستن جو جدا جدا مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو:

## رياست حيدرآباد

**مير فتح علي خان ٽالپر:** حيدرآباد ۾ ميرن جي رياست جو باني، مير فتح علي خان آهي، جنهن ڪلهوڙن خلاف هالاڻيءَ جي جنگ جي قيادت ڪئي هئي. ڪلهوڙن جي شڪست جي صورت ۾ ٽالپرن ۽ ٻين بلوچ قبيلن گڏجي کيس پڳ ٻڌائي هئي. سندس حاڪم ٿيڻ واري دور ۾، عبدالنبي اقتدار جي حاصلات لاءِ جيڪي ڪوششون ڪيون، اهي مير فتح علي خان جي دور جو حصو آهن. ان کان سواءِ ٽالپرن وڏي جاکوڙ کانپوءِ، افغان دربار مان پروانو به حاصل ڪري ورتو اهي واقعا به مير فتح علي خان جي دور سان تعلق رکن ٿا. خود جنگ کٽڻ کانپوءِ مير صاحب خداآباد پهتو ۽ پوءِ حيدرآباد آيو. جتي اڃا تائين ڪلهوڙن جون مستورات ترسيل هيون، جن کي مير صاحب سندن مرتبي آهر عزت ڏئي قلعي مان بيدخل ڪري، سندن مرضيءَ موجب سندن اينڊڙ منزل ڏانهن روانو ڪيو. مير صاحب رياست جو تختگاهه في الحال خداآباد کي قائم رکيو. بعد ۾ ٽالپرن 'حيدرآباد' کي دارالحڪومت جو درجو ڏيندي خداآباد کي ترڪ ڪيو. هي واقعو 1789ع ۾ ٿي گذريو. جيتوڻيڪ سنڌ ڀاڱا ڀاڱا ٿي تڏهن به ميرن جو هڪ ٻئي تي اعتماد قائم نه ٿي سگهيو. ان ڪري وڏيڪ دنگي فساد کان بچڻ لاءِ، هن پنهنجن ٽن ڀائرن: مير غلام علي خان، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان کي به حڪومت ۾ شامل ڪيو. تاريخن ۾ هن کي **'پهرين چوياري'** سڏجي ٿو.

پهرين حڪمرانن جي چوياريءَ جو سلسلو ڪجهه هن ريت آهي:



سنڌ ۾ ٽالپرن جو دور حڪومت

**مير فتح علي خان:** مير فتح علي خان حالتن تي ضابطو آڻڻ لاءِ وڏي جدوجهد ڪئي. ملڪ ۾ امن امان جي قيام ۾ دلچسپي ورتي. حڪمرانيءَ جي آخري ڏينهن ۾ مير فتح علي خان 'ڪراچي' شهر کي خان قلات کان واپس وٺڻ جو ارادو ڪيو. هي علائقو ميان عبدالنبي ڪلهوڙي پنهنجي آخري ايامڪاريءَ ۾، فوجي مدد جي عيوض خان قلات کي ڏئي ڇڏيو هو. مير جڏهن ڪراچي وٺڻ جو ارادو ڪيو، ته مير غلام علي خان کيس صلاح ڏني ته، پهريان افغان بادشاهه کان اهڙي اجازت ورتي وڃي. ٽالپرن جي دربار اهڙو اطلاع افغانن کي ڏنو ۽ اتان کين اهڙي موڪل به ملي وئي. جيتوڻيڪ خان قلات کي اعتراض هو، پر بادشاهه جي مداخلت جي ڪري ڪم آسان ٿي ويو. ميرن آسانيءَ سان ڪراچيءَ تي قبضو ڪيو ۽ ان کي پنهنجي علائقي ۾ شامل ڪري ڇڏيو. هي واقعو سن 1792ع جي آخر ڌاري ٿي گذريو. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 205- 206)* افغان بادشاهه تيمور شاهه 1793ع ۾ فوت ٿيو. سندس ٽيون نمبر پٽ زمان شاهه نئون بادشاهه بڻيو. هن مير فتح علي خان جي حڪومت کي تسليم ڪندي، سَنَد ۽ خِلعت مير صاحب لاءِ موڪلي تعلقات کي بهتر رکڻ جي ڪوشش ڪئي.

مغلن ۽ ڪلهوڙن جي دور ۾ ڪجهه سالن لاءِ ايسٽ انڊيا ڪمپني سنڌ ۾ واپاري ڪوٺيون کوليون هيون. ميرن ٽالپرن جو دور شروع ٿيڻ سان ڪمپنيءَ وري سنڌ ۾ تجارت لاءِ اچڻ چاهيو ٿي. آڪٽوبر 1798ع ۾ بمبئيءَ جي گورنر جوناٿن ڊنڪن کي لارڊ ويلزلي لکيو ته، سنڌ جا ٽالپر مير، ڪابل جي ماتحت رهڻ کان بيزار آهن. سنڌ ۾ واپار جي ڪوٺي وجهڻ سان انگريز آسانيءَ سان افغانين، ايرانين، روسين ۽ فرينچن جي ايشيا ۾ ڪاروائين کي معلوم ڪري سگهندا. *(جنت السنڌ، ص 610)*

جوناٿن ڊنڪن، آغا ابوالحسن ايرانيءَ کي پنهنجو وڪيل ڪري سنڌ ڏانهن موڪليو. آغا حيدرآباد ۾ آغا سيد ابراهيم شاهه وٽ ترسيو. پوءِ ابراهيم شاهه جي معرفت انگريزن جا ٻه خط مير فتح علي خان کي پيش ڪيائين. خطن جو مقصد صرف هي هو ته ٽالپرن ۽ افغانين ۾ هڪ ٻئي لاءِ بدگمانيون پيش ڪجن. انگريز ايلچي مير فتح علي خان کي ڪي تحفا به پيش ڪيا. بارودي هٿيار، پلنگ، مخمل جا ٿان، ۽ واچون تحفن ۾ شامل هئا. هر هڪ مير حڪمران لاءِ جدا جدا سوکڙيون پيش ڪيون ويون. *(جنت السنڌ، ص 610- 612)*

آغا ابوالحسن بمبئي پهتو ته انگريزن ناٿن ڪرو کي ايجنٽ ڪري سنڌ ڏانهن روانو ڪيو هن کي واپار سان گڏ سياسي معاملن تي نگاهه رکڻ لاءِ به تاڪيد ڪيو ويو. ناٿن ڪرو ڪراچيءَ ۾ هڪ عمارت جوڙائي، جيڪا انگريزن جي سنڌ ۾ پهرين تعميرات هئي. هن جيڪي شيون سنڌ ۾ ڪاروبار لاءِ آنديون هيون، تن جي اچڻ سان سنڌ جي ڪاريگرن کي نقصان پهچڻ لڳو. ان ڪري واپارين ٽالپرن وٽ پيش ٿي دانهون ڪيون. ان کان سواءِ افغان بادشاهه به سنڌ ۾ انگريزي تجارت کي بند ڪرڻ لاءِ حڪم جاري ڪيو. آڪٽوبر 1800ع ۾ حڪمنامو جاري ٿيو ۽ ان مهيني ۾ ان تي عمل ٿيو اوچتي حڪم ۽ بندش سبب ايسٽ انڊيا ڪمپني سرڪار کي 109659 روپيا نقصان ٿيو ناٿن ڪرو بمبئي سرڪار کي سنڌ جي حالتن ۽ ان کي فتح ڪرڻ لاءِ به ڪي رٿون پيش ڪيون. *('جنت السنڌ'، ص 612-615)*

مير صاحب لڳ ڀڳ ويهه سال حڪومت ڪري 1802ع ۾ وفات ڪري ويو. هن جو مقبرو خداآباد (هالا) ۾ آهي. مولائي شيدائي سندس دور تي تبصرو ڪندي لکي ٿو ته، پنهنجن عزيزن ۽ ٻين بلوچن کي سندن رتبي موجب حق ڏنائين، جيئن ڪو به شڪايت جو لفظ زبان تي آڻي نه سگهي. سير ۽ شڪار جو شوقين هو. سندس ايامڪاريءَ ۾ حيدرآباد کان وٺي سيوهڻ تائين مهراڻ جا زرخيز ڪنارا شاهي شڪارگاهه بڻجي ويا ... وفات وقت شاهي خزاني ۾ 30 (ٽيهه) لک نقد رقم ڇڏي ويو. *(جنت السنڌ، ص 616)*

**مير غلام علي خان:** وڏي ڀاءُ مير فتح علي خان جي وفات کانپوءِ 1802ع ۾ مير غلام علي خان گاديءَ تي ويٺو. خداداد خان مختصر لفظن ۾ مير صاحب جي دور کي بيان ڪيو آهي: هن مير صاحب جي زماني ۾ ڪورو روپيو، جنهن ۾ وزن تيمور شاهه جي سڪي کان گهٽ هو، ڍاليو ويو. ۽ هن جي ڏينهن ۾ 1809ع ۾، سنڌ، ايران ۽ برطانوي عملدارن جي وچ ۾ هڪ معاهدو ٿيو. نيٺ مير صاحب موصوف پنهنجي پٺيان مير محمد خان نالي هڪ فرزند ڇڏي 1813ع ۾ رحلت ڪئي. کيس خداآباد (هالا) ۾ دفن ڪيو ويو. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي ترجمو، ص 172- 173)*

حقيقت ۾ مير صاحب جي وفات 1811ع ۾ ٿي، جيئن ٻين مؤرخن لکيو آهي. مرزا قليچ بيگ ٽالپرن جي دور کان گهڻو ڄاڻو هو. ان صاحب، مير غلام عليءَ جي دور بابت ڪي دلچسپ ڳالهيون لکيون آهن. مير غلام علي خان 1802ع ۾ گاديءَ تي ويٺو. سڀ مير صاحب ۽ بلوچ سردار موقعي تي موجود هئا. البت مير ٺارو خان نه آيو. 1803ع ۾ مير غلام علي خان ۽ مير ٺاري خان جي ڪرمين ۾ ول تان جهيڙو ٿيو. معاملو وڌي جنگ تائين وڃي پهتو ٻنهي ڌرين ۾ جنگ ٿي. حيدرآبادي لشڪر جا 410، ۽ ماڻڪاڻين (ميرپورخاص جي ميرن) جا 300 ماڻهو مارجي ويا. مير ٺارو خان سخت زخمي ٿيو مير غلام علي خان کيس حيدرآباد ڪٺائي آيو علاج ڪرائي، تحفا ڏئي، کيس شان مان سان پنهنجي علائقي ڏانهن روانو ڪيائين. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 208- 209)*

ساڳئي سال (1803ع) ۾ ڪابل ۾ زمان شاهه کي گرفتار ڪري سندس اکيون ڪڍيون ويون ۽ نئون بادشاهه شاهه شجاع ٿي ويو. ڪابل ۾ گهرو ويڙهه سبب ڏوڪڙ پئسي جي کوٽ هئي. ٽالپرن حالتن جو فائدو وٺي ڪابل جو خراج بند ڪري ڇڏيو ان ڪري رقم هٿ ڪرڻ لاءِ شاهه شجاع سنڌ طرف ڪاهي آيو مير غلام علي خان اها خبر ٻڌي لشڪر سميت لاڙڪاڻي پهتو ان وچ ۾ ڪابل جي حالتن پلٽو کاڌو. ان حالت ۾ به افغان بادشاهه شاهه شجاع ميرن کان ڏهه لک روپيا وٺڻ ۾ سوڀارو ٿيو ۽ پوءِ پنهنجي ملڪ موٽي ويو. *(جنت السنڌ، ص 617- 618)*

ميرغلام علي خان جي دور ۾ ڪيچ ۾ ڏڪر پيو. انهي جي ماڻهن سنڌ طرف لڏپلاڻ ڪئي ۽ ڪجهه رقم خاطر پنهنجا ٻار به وڪڻڻ لڳا. ميرغلام علي خان ڏڪار جي ستايلن جي خوب خدمت ۽ مدد ڪئي ۽ وڪرو ٿيل ٻار به مالڪن کي موٽائي ڏنا. ان قدم سبب ڪيچ جي راڄ ٻهارا مل ۽ انگريز ريزيڊنٽ به مير صاحب جو شڪريو ادا ڪيو. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 211)*

1795ع ۾ قلات جو والي مير محمد نصير خان وفات ڪري ويو. سندس پٽ مير محمود صغير هو. ان ڪري مير محمود جا ٻه ننڍا ڀائر: مير رحيم خان ۽ مير مصطفيٰ خان گڏجي حڪومت هلائڻ لڳا. شهزادن رياست بهاولپور جي نواب سان سنڌ جي خلاف معاهدو ڪيو. حيدرآباد جي ميرن کان 'ڪراچي' بندر جي واپسيءَ جو مطالبو ڪيو ويو. جڏهن ته رياست بهاول پور، سنڌ جي حاڪمن کان سنڌو درياهه جا اوڀر وارا علائقا ڏيڻ جو مطالبو ڪيو. مير غلام علي خان صلح جي ڪوشش ڪئي ۽ جنگ کان ٽارو ڪيو. ان دوران هي اتفاق ٿيو جو مير مصطفيٰ بندوق هٿي مير رحيم خان کي ماري وڌو. مير غلام علي تعزيت لاءِ قلات وفد موڪليو. ان ريت طرفين ۾ صلح ٿي ويو. مير نصير خان جي ڀائٽيءَ سان ياڳ (ياڳ ناڙيءَ) ۾، مير غلام علي خان شادي ڪئي. مهمانن جو تعداد چاليهه هزار ڇيو ٿو وڃي. *(جنت السنڌ، ص 618- 619)* مرزا قليچ بيگ هن دور ۾ سنڌ- بهاولپور تڪرار جو به ذڪر ڪيو آهي. نواب محمد صادق خان (ثاني)، اُچ جي ساداتن کي تڪليف ڏني. سادات حيدرآباد پهچي دانهين ٿيا. مير غلام علي خان ساداتن جي مدد لاءِ، طاهر خدمتگار ۽ ڪجهه ٻين معتبر ماڻهن کي لشڪر سان گڏ بهاولپور روانو ڪيو. ڪجهه ويڙهه ڪانپوءِ سنڌ جي لشڪر رياست جي ڪجهه علائقن تي قبضو ڪري ورتو. ان ڪانپوءِ اهو طئه ٿيو ته، ساداتن کي زمينون واپس ڪيون وينديون، جي ضبط ڪيون ويون هيون. سبزل ڳڙهه (سبزل ڪوٽ) ميرن جي حوالي ڪيو ويندو. ان کان سواءِ معاهدي جي شرطن موجب نواب بهاول پور جو پٽ يرغماليءَ طور سنڌ جي درٻار ۾ رهندو. طاهر ڪشمور کان سنڌو درياهه جي ذريعي سفر ڪيو ۽ ٽن ڏينهن ۾ حيدراباد (ٽنڊي حاجي مير خان) پهتو ۽ ڪجهه ڏينهن لاءِ پاڻ ٽنڊي ۾ ترسي پيو. اهڙو اطلاع مير غلام علي خان کي به ڏنو ويو. هن پنهنجي پٽ مير محمد خان کي موڪليو ته دائودپوٽي شهزادي کي عزت ۽ آبرو سان درٻار ۾ وٺي اچي. ڪجهه وقت شهزادو حيدرآباد ۾ رهيو. بعد ۾ ميرن کيس تحفا تحائف ڏئي بهاولپور وڃڻ جي اجازت ڏني. شهزادي جو نالو ٻهاول خان هو. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 210- 211)*

مير غلام علي خان، ابتدا ۾ وزير خارجه رهي چڪو هو ان ڪري چوطرف سندس نگاهه هئي ته، ڪٿي ڇا پيو وهي واپري. هن کي لاهور، ڪابل، ايران، بمبئي ۽ ڪلڪتي ۾ ٿيندڙ چرپر جي مڪمل خبرچار هئي. حالتن جي مدنظر هن انگريزن ڏانهن دوستيءَ جو هٿ وڌايو. خود انگريزن به ائين ٿي چاهيو. مير صاحب بمبئي سرڪار ڏانهن هڪ ايلچي موڪليو. هن ناٿن ڪرو جي نيڪاليءَ تي انگريزن سان افسوس جو اظهار ڪيو. سن 1808ع ۾ ڪپتان ڊيوڊسن بمبئيءَ کان حيدرآباد پهتو هن درٻار ۾ ايراني ايلچي ڏٺو. سنڌ ۽ ايران ٻئي شيعا رياستون هيون. ان ڪري ايراني ايلچيءَ جو درٻار ۾ هجڻ ڪا خاص ڳالهه نه هئي. ڪامياب مذاڪرات ڪانپوءِ، 18 جولاءِ 1808ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني ۽ ٽالپرن ۾ هن ريت معاهدو ٿيو:

(1) ٻئي حڪومتون پاڻ ۾ دوست ٿي رهنديون.
(2) ضرورت موجب ٻئي ڌريون هڪٻئي جي فوجي مدد ڪنديون.
(3) ڪابه حڪومت ٻيءَ ڌر جي ڏوهارين کي پاڻ وٽ پناهه نه ڏيندي.
(4) ٽالپر هندستان جي ڪمپني سرڪار کان جنگي سامان خريد ڪندا، ته قيمت ڏيڻ ڪانپوءِ مال کڻي سگهندا.
(5) دوستانه لاڳاپا مضبوط رکڻ لاءِ، ڪمپني سرڪار جو نمائندو ميرن جي درٻار ۾ رهندو.
(6) ناٿن ڪرو جي سنڌ ڇڏڻ مهل، جيڪو ڪمپنيءَ کي نقصان ٿيو هو، ان جو سوال وري نه اٿاريو ويندو.
*(7)* ڪلهوڙن جي دور وانگر ٺٽي ۾ ڪوٺي قائم ڪئي ويندي.

*(جنت السنڌ، ص 624- 625)*

معاهدي جي شرطن کي ڏسڻ سان خبر پوي ٿي ته، ٻنهي ڌرين جي خواهش پوري ٿي هئي. ڪجهه وقت ڪانپوءِ ڊيوڊسن کي واپس گهرائي، نڪولس هئنڪي سمٿ جي قيادت ۾ هيو وفد ميرن ڏانهن روانو ڪيو ويو. وفد ۾ ڪي ڊاڪٽر، ڪي سول ۽ فوجي عملدار به هئا. وفد ۾ هينري پاٽنجر جهڙو ذهين آفيسر به شامل هو. 10 جون 1809ع تي وفد ٺٽي پهتو ۽ ڪمپنيءَ جي ٺهرايل عمارت ۾ ترسيو. ڪجهه وقت ڪانپوءِ وفد کي حيدرآباد اچڻ جي اجازت ملي. وفد مير صاحبن ۽ سرڪاري عملدارن سان ملاقاتون ڪندو رهيو. مير غلام علي خان، نواب ولي محمد خان لغاري، آخوند محمد بقا ۽ منشي مشتاق رام کي نئين معاهدي جي تياريءَ جو حڪم ڏنو.

معاهدي جا شرط هي هئا:

(1) ڪمپني سرڪار ۽ ميرن ۾ مستقل دوستي رهندي.
(2) ٻنهي ڌرين ۾ دشمني نالي ڪا چيز نه رهندي.
(3) سفيرن وسيلي مستقل رابطو رهندو.
*(4)* ڪوبه فرينچ سنڌ ۾ رهندو. *('سنڌ ۾ انگريزن جي حڪمت عملي'، 126- 127)*

هي معاهدو 22 آگسٽ 1809ع تي ٿيو معاهدي جي تصديق لاءِ، ميرن پاران مرزا مظهر ڪلڪتي روانو ٿيو. گورنر جنرل (لارڊ منٽو) فورٽ وليم ڪلڪتي مان معاهدي جي تصديق جو اعلان ڪيو. وفد جا ميمبر آڪٽوبر 1809ع ۾ بمبئيءَ واپس پهتا. واپسيءَ تي سمٿ سرڪار کي سنڌ جي حالتن بابت رپورٽ پيش ڪئي وئي. هيءَ رپورٽ 9-2008ع ۾ 'سنڌ: ميرن جو دور' عنوان سان سنڌي زبان ۾ ڇپجي چڪي آهي. *(ترجمو: عطا محمد ڀنڀرو)* مير غلام علي ڪل نوَ سال حڪومت ڪئي. هڪ ڀيري مير صاحب هرڻ جو شڪار ڪيو، تڏهن ان کي سِير وجهندي سندس ڀير هرڻ جي سڱ تي لڳو جنهنڪري بي انداز رت وهيو. حڪيمن

۽ جراحن وڏي ڪوشش ڪئي، پر رت بند نه ٿيو ۽ مير غلام علي خان فوت ٿي ويو. هن 1811ع ۾ وفات ڪئي. سندس ميت کي خدا آباد (هالا) ۾ دفن ڪيو ويو. جتي اڳ ۾ پهرئين حاڪم مير فتح علي خان کي به دفنايو ويو هو.

**مير ڪرم علي خان:** سن 1811ع ۾ ڀاءُ جي وفات کانپوءِ مير ڪرم علي خان سنڌ جو حاڪم ٿيو. عرف عام ۾ ٽالپرن جي پهرين چوياريءَ جو هي ٽيون رڪن هو. خداداد خان، 'لب تاريخ سنڌ' ۾ مختصر لفظن ۾ سندس دور کي ياد ڪيو آهي. هن مير صاحب جي زماني ۾ راجا رنجيت سنگهه شورش برپا ڪئي. مگر برطانوي سرڪار جي مداخلت سبب ختم ٿي وئي. شاهه شجاع افغانستان جو بادشاهه حيدرآباد تائين پهچي ويو. ليڪن کيس راضي ڪري واپس روانو ڪيو ويو. سنڌيءَ جو مرثيه گو شاعر ثابت علي شاهه به هن جي دور ۾ ٿي گذريو آهي. مير ڪرم علي خان 1828ع ۾ هي فنا جو جهان ڇڏيو. *(لب تاريخ سنڌ، سنڌي ترجمو ص 173)*

خداداد خان جي هن مختصر مذڪور ۾ ڪجھ ڳالهيون سمايل آهن. هيٺ انهن جي اپٽار ڪجي ٿي:

ستن ڏينهن جي سوڳ کانپوءِ مير ڪرم علي خان سنڌ جو نئون حڪمران بڻيو. جڏهن ته سندس پٽ مير مير محمد کي پڳ ٻڌائي وئي. مرزا قليچ بيگ سندس دور جي وڏي واکاڻ ڪندي لکيو آهي ته، مير ڪرم عليءَ جي دور ۾ هر طرف امن امان هو. رعيت خوش هئي. ان دور ۾ سنڌ جي لشڪر کي ڪا به جنگ وڙهڻي نه پئي. مير صاحب علم ادب جو شيدائي هو. ايران جي بادشاهه فتح علي قاچار سان دوستي رکيائين. ان ڪري ٻنهي ملڪن ۾ سفير ايندا رهيا. مير ڪرم علي خان 'تلوار' جو شوقين هو. ان ڪري وٽس ڪيئي قسمن جون تلوارون موجود هيون. هن اديبن، شاعرن ۽ هنرمندن جي سرپرستي ڪئي، جي خراسان کان اچي حيدرآباد سنڌ ۾ رهيا. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 212- 213)* ان دور ۾ روس، جارجيا ۽ ايران ۾ لڙايون هلنديون ٿي رهيون. انهن جنگين ۾ ڪيئي جارجيا جا رهاڪو قيد ٿي ايران آيا ۽ ملڪ جي وڏن شهرن ۾ غلامن وانگر وڪرو ٿيڻ لڳا. سنڌ ۽ ايران جا لاڳاپا هن دور ۾ مستحڪم هئا. مير ڪرم علي خان کي چار زالون هيون، پر کيس ڪو به اولاد نه هو. مير ڪرم علي ايراني دربار کي لکيو ته، ڪي خوبصورت ڇوڪرا سنڌ موڪليو. آءُ انهن مان هڪ کي گوديلو پٽ بنائيندس. آخوند محمد اسماعيل، جو ايراني وزير خارجه حاجي ابراهيم وٽ اصفهان ۾ تڪيل هو. تنهن حاجي ابراهيم کي مرزا خسرو ڏيڻ جو حڪم ڏنو حاجي ابراهيم خسرو کي حيدرآباد جي دربار ۾ وٺي آيو. مير ڪرم علي خان حڪم جاري ڪري مرزا خسرو کي پنهنجو گوديلو پٽ بنائڻ جو فرمان جاري ڪيو. ليڪن ڇوڪرو ننڍيءَ عمر جو ۽ اڪيلو هجڻ ڪري منجهيل رهندو هو. مير صاحب سنڌ جي واپارين کي حڪم ڏنو ته ايران مان اهڙو ڪو ٻيو ڇوڪرو به وٺي اچن. سوداگرن ايران مان ٻه وڌيڪ ڇوڪرا هر هڪ: فريدون بيگ ۽ قربان بيگ خريد ڪري، سنڌ جي دربار ۾ پهچايا. ان بعد مرزا خسرو بيگ جي طبيعت ۾ سڌارو آيو. سندس تعليم ۽ تربيت آخوند اسماعيل جي حوالي ٿي. سنڌ جو نامور اديب مرزا قليچ بيگ مرزا فريدون بيگ جو پٽ ۽ مرزا خسرو بيگ جو ڏوهٽو هو. خود مرزا خسرو بيگ جڏهن جوان ٿيو ۽ عملي دنيا ۾ قدم رکيائين، تڏهن هن ٽالپري دربار جي وڏي خدمت ڪئي. *(جنت السنڌ، ص 633- 635)*

مرزا قليچ بيگ موجب، مير ڪرم علي خان جي دور ۾، سڀ کان اول ميرن ۽ انگريزن ۾ دوستي ۽ صلح جو تعلق پيدا ٿيو. ميجر ڪين (Skene) گورنر بمبئي سر جان مالڪوم پاران سفير ٿي سنڌ جي دربار ۾ آيو. ميجر ڪين ميرن لاءِ ڪي بهترين تحفا به آندا هئا. انگريزي سفير سان گڏ ڪي ٻيا انگريز به هئا ۽ اهي ڪڇ کان سنڌ ۾ داخل ٿيا. نواب ولي محمد لغاري انهن جي خاص خدمت ۾ هو. چند ملاقاتن بعد ٻنهي ڌرين ۾ هڪ معاهدو ٿيو. جنهن جا شرط مرزا قليچ بيگ ڪجهه هن ريت ڏنا آهن:

(1) ڪو به يورپي ڪنهن به ڏيهي ماڻهوءَ کي نوڪريءَ ۾ نه رکندو.

(2) ڪو به آفيسر سنڌو درياهه جي ماپ ڪندو ته ان کي نه منع ڪبي ۽ نه وري ڪا رڪاوٽ وڌي ويندي.

(3) ڪو به شخص ڪڇ کان واپار لاءِ شيون سنڌ آڻيندو ۽ ان کي گورنر بمبئيءَ جي اجازت هوندي ته، ان کان ميرن جي ملڪ ۾ ڪو به محصول نه وٺبو.

هن معاهدي کانپوءِ ٽالپر ۽ انگريز ڪافي ويجهو اچي ويا، پر اڳتي هلي ان جو سنڌ کي وڏو نقصان ٿيو.

مولائي شيدائيءَ جي لکڻ موجب انگريزن ۽ ميرن جا رابطا اڳ ۾ قائم ٿي چڪا هئا ۽ انهن جي وچ ۾ ڪي معاهدا به ٿي چڪا هئا. مٿي ذڪر ڪيل معاهدي بابت شيدائي مرحوم مختلف ڄاڻ فراهم ڪري ٿو. کوسن جو قبيلو قديم دور کان وٺي ڪڇ ۽ پارڪر جي ڏنگ تي رهندو هو. انهن هڪ موقعي تي ڪڇ ۾ گهڙي ڦُر ڪئي. انگريز اڳ ۾ ڪڇ ۾ مستحڪم هئا. اهو سٺو موقعو هو ته واقعي جي پسمنظر ۾ انگريز سنڌ تي حملو ڪري ان کي فتح ڪن ها، پر بنگال جي سپريم حڪومت اها ان جي حق ۾ نه هئي. بهرحال هن واقعي جي آڙ ۾، انگريزن کي موقعو مليو ته هو ميرن سان هڪ نئون عهدنامو ڪن. معاهدي جا شرط هي طئه ٿيا:

(1) انگريزن ۽ ٽالپرن جا دائمي دوستانه تعلقات رهندا.

(2) وڪيلن معرفت ٻئي حڪومتون باهمي فيصلا ڪنديون.

(3) سنڌ سرڪار ڪنهن به آمريڪي يا ڪنهن ٻئي مغربي ملڪ جي باشندي کي سنڌ ۾ رهڻ نه ڏيندي.

*(4)* حڪومت سنڌ، کوسن يا ٻين بلوچن کي انگريزي علائقن ۾ ڦرلٽ کان روڪيندي. *(جنت السنڌ، ص 643- 644)*

مير ڪرم علي خان جي دور ۾ محمد عظيم خان جي هٿان شاهه شجاع شڪست کائي حيدرآباد پهتو. هي واقعو 1814ع جو آهي. ڪابل ۾ گهرو ويڙهه هئي، جنهن ۾ قاچار (ايران) خاندان جو به ڪي قدر ڪردار هو. زمان شاهه (شاهه شجاع جي نڱي ڀاءُ؟) کي انڌو ڪيو ويو. هن ڏس ۾ ڪابل جي تخت جي والار ۾ محمد شاهه ۽ زمان شاهه جا نالا به

سامهون اچن ٿا. ان بعد ايوب شاهه جو نالو اچي ٿو. جنهن کي پڻ جلد هٽايو ويو. گڙٻڙ جي ان دور ۾ ڪي شهزادا هرات ڏي ڀڳا، نه ڪي وري سنڌ ۾ داخل ٿيندا رهيا. شاهه شجاع پهرين جلال آباد پهتو ۽ پوءِ سنڌ آيو. ان بعد لِڪي لِڪي حيدرآباد جي ٻاهران ڦليليءَ جي ڪناري تي، آغا ابراهيم شاهه جي ٽنڊي ۾ هڪ جاءِ وٺي اچي رهيو. شهر جي ڪوتوال علي بخش پٽ فقيري خدمتگذار اچي ٽالپر حاڪمن کي هيءَ خبر پهچائي. ميرن ڪجهه تنبو ۽ سامان جو بندوبست ڪري، شاهه شجاع کي راحت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪجهه فوج جو بندوبست ڪري شاهه شجاع کي شڪارپور موڪليو ويو. محمد عظيم کي هيءَ خبر (ڪابل) ملي ته هن ايوب شاهه کي پڙڪايو ته سنڌ تي حملو ڪرڻ جي تياري ڪجي. ان لاءِ ته ميرن کي ڊيڄارجي ته اهي شجاع کي ملڪ بدر ڪن. ٻئي لشڪر شڪارپور ۾ دوبدو ٿيا، پر جلد معاملو مذاڪرات ذريعي رفع دفع ٿي ويو. ايوب شاهه جي بالادستي قبول ڪندي، ميرن سندس سِڪي کي سنڌ ۾ رائج ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ان ڪان سواءِ سالانه ٻارهن لک روپيه ڏن ڀرڻ جو به فيصلو ڪيو ويو. جو ميرن ڀاران ڪابل کي ڏنو ويندو. هيءَ خبر پوڻ تي رات جي وقت شاهه شجاع لڏيانا هليو ويو. ٽالپر امير ٻئي ڏينهن تي محمد عظيم خان سان ملي حيدرآباد واپس موٽي آيا. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 215- 216)*

ٽالپرن جي دور ۾ مغليه سلطنت وڏيڪ ڪمزور ٿي رهي هئي. عظيم هندستان جي ڳچ حصن تي ايسٽ انڊيا ڪمپني قبضو ڪري چڪي هئي. البت سنڌو ماٿر اجا بچيل هئي، پر انگريزن جون مڪمل نگاهون هن خطي تي به هيون. پنجاب ۾ سک سردار رنجيت سنگهه جو راڄ هو. رنجيت سنگهه 1818ع ۾ افغانن کان ملتان فتح ڪري ورتو هو. جي نيم خودمختيار ۽ ڪابل جي ماتحت رهندا پئي آيا. ان ڪانپوءِ ملتان جي تاريخي حيثيت ختم ٿي. ان کي پنجاب سان ملايو ويو. رياست بهاولپور جي دائودپوٽا حاڪمن، ’ڪجهه ڏيو ڪجهه وٺو‘ جي بنياد تي سکن سان دوستي رکي، پاڻ کي محفوظ ڪري ورتو هو. ملتان جي فتح ڪانپوءِ رنجيت سنگهه جو پوٽو نهال سنگهه ڪوٽ مٺڻ، ديري غازي خان تي قبضي لاءِ موڪليو ويو. ان عرصي ۾ حيدرآباد خبر پهتي ته، سک سنڌ ۽ خاص ڪري شڪارپور تي قبضي جي تيارين ۾ آهي. ان وقت هن شهر جي وڏي واپاري اهميت هجڻ سان گڏ فوجي اهميت به هئي. ان ڪري رنجيت سنگهه شڪارپور تي پنهنجو قبضو لازمي سمجهي رهيو هو. ميرن ٽيهه هزارن جو لشڪر گڏ ڪيو ته جيئن سکن کان سنڌ جي سرحدن کي محفوظ ڪجي. مير سهراب خان به ان ڏس ۾ متحرڪ ٿي ويو ليڪن پهرين چوياريءَ جي آخري يار مير مراد عليءَ جي راءِ هئي ته، انڊس ويليءَ ۾ هن وقت سک سردار رنجيت سنگهه طاقتور ترين حاڪم هو. ويڙهه بجاءِ بهتر ٿيندو ته انگريزن کان سفارتي مدد وٺي پاڻ کي محفوظ ڪري ونجي. هن راءِ تي اتفاق ٿيو ته آغا سيد اسماعيل شاهه (ولد سيد ابراهيم شاهه) بمبئيءَ جي گورنر سان ملي ان جي آڏو سکن جو مسئلو رکي. اسماعيل شاهه بمبئيءَ پهتو ته سندس آجيان ٿي. سر جان مالڪوم (گورنر بمبئي) ان وقت موڪلن تي ويل هو ان جي جاءِ تي لارڊ ايلفنسٽن موجود هو. ايلفنسٽن، سنڌ جي سفير آغا اسماعيل شاهه سان سلي نموني ملاقات ڪئي. هن ڪان ميرن جو خط وٺي پنهنجي سفارشي نوٽ سان، گورنر جنرل (ڪلڪتي) کي موڪلي ڏنو ان وقت ڪلڪتي ۾ لارڊ هيسٽنگز حاڪم هو ان صاحب هڪ خط رنجيت سنگهه کي موڪليو ته، مير اسان جا دوست آهن. ان ڪري اوهان کي سنڌ تي حملي جي اجازت نه ٿي ڏئي سگهجي. ميرن کي به آئت پريو خط موڪليو ويو رنجيت سنگهه ترت ڪلڪتي کي آگاهه ڪيو ته. اسان جو سنڌ تي حملي جو ڪو به ارادو ڪونهي. اوهان دلجاءِ ڪريو. سک حڪمران اهڙو خط ميرن کي به لکيو ۽ پاڙيسري هئڻ ۽ دوست هئڻ جي دعويٰ ڪندي، سنڌ تي حملي نه ڪرڻ جي خاطري ڪرائي. ائين هي معاملو ختم ٿي ويو. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 216- 217)* مرزا قليچ بيگ، سِکن ۽ ٽالپرن ۾ ڇڪتاڻ جو سال 1817ع لکيو آهي، جڏهن ته ملتان جا تاريخدان سکن هٿان ملتان جي فتح 1818ع لکن ٿا. *(ملتان انڊر دي افغانز)* ظاهر آهي ته سنڌ طرف سکن جي پيش قدمي ان ڪانپوءِ يعني 1818ع- 1819ع ۾ ٿي آهي.

ميان عبدالنبي آخري دور حڪومت ۾، عمرڪوٽ جو قلعو جوڌپور کي ڏئي ڇڏيو هو. ٽالپرن ۽ جوڌپور جي وچ ۾ ٿيل ٺاهه موجب قلعو (علائقو) سن 1813ع تائين جوڌپور وٽ رهڻو هو. بعد ۾ ان کي سنڌ جي حوالي ڪرڻو هو. ميرن کي خبر پئي ته جوڌپور ۾ ڏڪر سبب بيچيني آهي. ان پسمنظر ۾ نه ته جوڌپور سرڪار عمرڪوٽ ۾ لشڪر وڌايو ۽ نه وري اتي موجود لشڪر کي فوجي مدد ڏئي سگهي ٿي. ميرن کي هن حالت جي خبر پئجي وئي. جوڌپور ۽ سنڌ سرڪار قلعي کي هٿ ڪرڻ لاءِ، فوجي دستا تيار ڪيا. نواب ولي محمد ۽ طاهر خدمتگار اڳيان اڳيان هئا، جن اچي قلعي کي گهيرو ڪيو. بارود پرائي ڪوٽ جي هڪ ديوار ڪيرائي وئي، ان ڪري افراتفري پيدا ٿي. راجپوتن جي لشڪر مان ڪي مارجي ويا، ڪي گرفتار ٿيا ۽ ڪي وري ڀڄي ويا. ان ريت ميرن عمرڪوٽ کي سنڌ ۾ شامل ڪري ورتو. هي واقعو سن 1813ع ۾ پيش آيو. *(تاريخ ريگستان، ياگو ٻهريون، ص 195- 196)* مير صاحب جي حڪم تي 1814ع ۾ ’نئون ڪوٽ‘ قلعو تعمير ٿيو. ان ڪان سواءِ ڏيپلي، سامروٽي ۽ پارڪر تائين انتظاميا کي قائم ڪيو ويو.

ساڳيءَ ريت ’شڪارپور‘ به گهڻي عرصي کان افغانن جي قبضي ۾ هئي. سال 1824ع ۾ ميرن هن شهر ۽ علائقي کي به سنڌ جي حدن ۾ شامل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ان دور ۾ اتي نواب منصور علي خان صوبيدار (گورنر) هو مير ڪرم علي خان بلوچي سردار معرفت، لشڪر گڏ ڪرائي نواب ولي محمد لغاريءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ شڪارپور تي چڙهائي ڪرائي. مير رستم خان ۽ مير علي مراد خان به لشڪر وٺي آيا. نواب ولي محمد، جمع خان بارڪزئي ذريعي، نواب منصور علي خان کي سمجهايو جنهن بغير ڪنهن جنگ جي شهر جون ڪنجيون، نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي حوالي ڪيون ۽ پاڻ شهر مان نڪري هليو ويو.

هن سوڀ تي نواب ولي محمد کي، مير ڪرم علي خان ٽي هزار اشرفيون انعام ڏنو. شهر جي بندوبست لاءِ ميرن ٻه ڪچهريون قائم ڪيون. حيدرآباد پاران سيد ڪاظم شاهه ناظر مقرر ٿيو. شهر جي اپت کي ست حصا ڪيو ويو. حيدرآباد جي حڪومت چار حصا ڪنيا، جي سالانه چوونجاهه هزار ٿيا ٿي. باقي ٽي حصا چاليهه هزار سهراباڻي (خيرپور) سرڪار کي مليا. بکر جو مضبوط قلعو مير سهراب خان فتح ڪيو اهو ان کي ڏنو ويو. مولائي شيدائي موجب، هي ٽالپرن جي حاڪميت جو اوج هو. ان کانپوءِ انهن کي ڪا نمايان سوڀ نصيب نه ٿي. *(جنت السند، ص 651- 652)*

مير مراد علي خان ٻهرين چوياريءَ جو آخري يار (حاڪم) هو. جو ڳچ عرصي کان بيمار هو. ڏيهي طبيبن علاج ڪيو، پر فائدو نه ٿيو. آخرڪار مير مراد علي خان بستري داخل ٿي ويو. مير ڪرم علي پريشان ٿي، گورنر بمبئيءَ لارڊ ايلفنسٽن کي خط لکي انگريز ڊاڪٽر جي گهُر ڪئي. آخرڪار ڊاڪٽر جيمس برنس کي مير صاحب جي علاج لاءِ موڪليو ويو. ٽالپرن هن جي گهڻي آجيان ڪئي. ڊاڪٽر برنس به ميرن سان سٺو تعلق رکيو. ويهن ڏينهن جي علاج ۾ مير مراد علي صحتياب ٿيڻ شروع ٿيو ۽ ڏيڍ مهيني جي علاج ۾ هو مڪمل صحت مند ٿي ويو. ميرن پرڏيهي ڊاڪٽر جي وڏي خدمت ڪئي. واپسيءَ تي هن کي گهڻا تحفا ڏنا ويا. هن کي گهڻي تعظيم سان ڪڇ جي رستي بمبئي روانو ڪيو ويو. بلوچي فوجي دستو ڊاڪٽر سان گڏ ڀڄ تائين گڏ ويو. ڊاڪٽر برنس ميرن جي هلت چلت بابت ڪڇ جي ريزيڊنٽ هينري پاٽنجر کي به حال احوال ڏنا، تڏهن پاٽنجر هڪ خط ذريعي ميرن جو شڪريو ادا ڪيو. ان بعد ريزيڊنٽ ۽ ٽالپرن ۾ سٺا لاڳاپا قائم رهندا آيا. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 217-218)* ياد رهي ته ڊاڪٽر برنس واپسيءَ تي هڪ ڪتاب: A Narrative of a Visit to the Court of Sind: A Sketch of the History of Cutch لکي انگلنڊ مان 1831ع ۾ ڇپرايو هو. جنهن ذريعي ميرن جي دور جي سنڌ بابت گهڻي ڄاڻ ملي ٿي. سنڌي ادبي بورڊ هي ڪتاب سنڌيءَ ۾ 'سنڌ جي دربار' (ترجمو: محمد حنيف صديقي) پهريون ڀيرو 1964ع ۾ ڇپرايو هو.

'فاتح سنڌ' مير فتح علي خان کي وفات (1802ع) کان ڪجهه گهڙيون اڳ هڪ فرزند جي ڄمڻ جي خوشخبري ڏني وئي. ان کان اڳ مير صاحب کي ڪو به اولاد نه هو. نئين ڄاول ٻار جو نالو مير صوبدار رکيو ويو. مرحوم مير جي ٽن زالن ۽ مير صوبدار خان جي پرورش ۽ سار سنڀال جي ذميداري مير غلام علي خان پاڻ تي کنئي. مير غلام علي خان جي وفات کانپوءِ هي ذميواري سندس پٽ مير محمد خان جي حوالي ٿي. هن کي ڪي پرڳڻا جاگير ڪري ڏنا ويا ته مير صوبدار جي خرچ پکي ۾ کوٽ نه اچي. مير صوبدار خان پنجويهين سالن جو ٿيو ته، هن پنهنجن چاچن کان مير محمد خان وانگر الڳ طرح سان ملڪيت جو حصو طلب ڪيو. هن والد جي ڇڏيل ورثي جي به گهر ڪئي. مير ڪرم علي خان ائين ڪرڻ لاءِ تيار هو، پر مير مراد علي خان ان سان اتفاق نه ڪيو نيٺ مير صوبدار ڪاوڙجي لاڙ ملڪ ڏي هليو ويو. لاڙ ۾ هن کي مير غلام علي خان پٽ فيروز خان جو ساٿ مليو. جو ريڻ تي رهندو هو. مير صوبدار وٽ ڏوڪڙ جي کوٽ هئي، پر هن قيمتي هٿيار ۽ هيرا جواهر وڪڻي ڪجهه پئسا گڏ ڪري ورتا. هن پنهنجي صلاحڪار منشي پرتاب راءِ ۽ هوش محمد قنبراڻيءَ (شيديءَ) جي معرفت پنهنجي حيثيت ناهي ورتي، جا هر ايندڙ ڏينهن تي وڌندي رهي. هاڻي هن کُليل بغاوت جو اعلان ڪيو هي ٻڌي مير مراد علي خان بغاوت ختم ڪرڻ جي تياري ڪندي، گهٽ ۾ گهٽ 800 (اٺ سئو) فوجي پاڻ سان ڪنيا. حيدرآباد کي ڇڏي هي اڳتي وڌيو ۽ جتي ضرورت ٿي ڏوڪڙ ڏنائين. ان صورت ۾ مير صوبدار جي اٺ هزار فوج مان گهٽجي وڃي باقي هڪ هزار ٻه سئو ماڻهو بچيا. مير صوبدار حالتن جو درست اندازو ڪري، مير ڪرم علي خان کي مداخلت جي اپيل ڪئي. مير ڪرم علي خان، چاچي (مراد علي خان) ۽ مير صوبدار (ڀائٽيو) ۾ ناهه ڪرائي ڇڏيو. جيڪو الائونس مير محمد خان کي ملندو هو اهو مير صوبدار لاءِ به منظور ٿيو ساڳيءَ طرح مير صاحب کي والد جي ملڪيت مان به حصو ڏنو ويو. ائين هي گهرو جهيڙو ٽري ويو.

اوڙي پاڙي جي رياستن کي مسئلا کڙا ڪيا هئا، جن ۾ ڪنهن نه ڪنهن ريت انگريز به ملوث هئا. مير ڪرم علي خان پنهنجي پٽيلي نوجوان وزيراعظم، مرزا خسرو بيگ کي بمبئي موڪليو. مرزا صاحب آخوند محمد بقا ۽ محمد عابد ٺٽويءَ کي به خسرو بيگ سان گڏ بمبئي موڪليو. ان وقت بمبئي جو گورنر مائونٽ اسٽيورٽ ايلفنسٽن هو. خسرو نوَ ڏينهن ساموندي سفر کانپوءِ بمبئي پهتو. هن کي 24 توپن جي سلامي ڏني وئي ۽ ٻن هزار سپاهين هٿيار پيش ڪيا. سلاميءَ کانپوءِ گورنر وزير کي ڇئن گهوڙن واري گاڏي تي ويهاري شهر جو سير ڪرائي هڪ عاليشان بنگلي ۾ اچي رهايو. هي پهريون موقعو هو. جو سنڌ جو اعليٰ سطحي وفد سرڪاري ڪم سان بمبئي پهتو ۽ پڻ اتي رهي پهريون ڀيرو مغربي تهذيب ۽ تمدن کي به اکين سان ڏٺو. هڪ رات گورنر صاحب، وفد کي ناچ جي دعوت تي گهرايو. محفل هلندي سنڌ جي وفد جڏهن گورنر جي مئڊم کي نچندي ڏٺو، تڏهن آخوند بقا ۽ پوءِ خسرو بيگ مئڊم تان پئسا گهوريا. گورنر هي ڏسي چيو ته اسان اولهه وارن ۾ ته اهڙي رسم ڪونهي. ان تي مرزا خسرو بيگ چيو ته هي مشرقي رسم ۽ رواج آهي. وفد ٽي ڏينهن بمبئي ۾ رهيو. شهر ۾ مهانگائي چوٽ تي هئي. انگريز ستر هزار روپين (ڪڇ جي مسئلي؟) جي ميرن کان گهر ڪئي هئي، سا قبول ٿيڻ بجاءِ رد ٿي وئي. *(جنت السند، ص 648- 649)* ايلفنسٽن ايڏو ته شاطر هو جو ميرن کي ڪجهه به نه سمجهندو هو هن جي راءِ ۾، "انگريز سياستدانن لاءِ سنڌ هڪ دلچسپ مشغولي آهي."

مير ڪرم علي خان سترهن سال راڄ ڪري، سن 1828ع ۾ وفات ڪئي. پٽيلي وزير خسرو بيگ کي وصيت ڪري ويو ته، منهنجي مُئي کانپوءِ سندس گهوڙي "آزاد" کي ماري ڇڏي ۽ سندس تلوار کي حرم جي ڏيڍيءَ تي ڀڃي پرزا پرزا ڪري ڇڏي. مير صاحب کي حيدرآباد جي اولهه ۾ هڪ ٽڪريءَ تي دفن ڪيو ويو. مير ڪرم علي فارسيءَ جو شاعر

سنڌ ۾ ٽالپرن جو دور حڪومت

تي گذريو آهي. هن جو ديوان ڇپجي چڪو آهي. *(جنت السنڌ، ص 654)* محمد صديق جي ميمڻ، جنهن ٽالپر ميرن جي مقبرن تي ڪم ڪيو، سو لکي ٿو ته، مير ڪرم علي خان پهريون ٽالپر حاڪم هو، جو حيدرآباد ۾ دفن ڪيو ويو. جڏهن ته پهرين ٻن حاڪمن: مير فتح علي خان ۽ مير غلام علي خان، خداآباد (هالا) ۾ پاڻ کي دفن ڪرايو. مير ڪرم علي خان هنر ۽ فن جو دلداو هو. هن شاعرن، اديبن ۽ ڪاريگرن جي مدد ڪئي. سندس مقبرو به فن تعمير جو سهڻو نمونو آهي. *(دي ٽامبس آف ٽالپر ميرس، ص 16- 25)*

**سيد احمد شهيد بريلوي:** سن 1786ع ۾ راءِ بريليءَ ۾ ڄائو. رياست ٽانڪ جي باني نواب امير خان جي فوج ۾ سوار طور ڀرتي ٿيو. 1806ع ۾ فرنگين سان دوستي رکڻ جي ڪري، احمد شهيد ملازمت ڇڏي ڏني. ان بعد هو شاهه عبدالعزيز محدث کان تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ دهلي ويو. ملازمت بعد سيد احمد ڪلم ڪلا جهاد ۽ تبليغ جو پرچار ڪرڻ لڳو. ان لاءِ مختلف علائقن خاص ڪري، رام پور ۾ پهتو. اتي هن کي خبر ملي ته سک حاڪمن، پٺاڻن سان وڏا ظلم ڪيا آهن، ۽ اهي اڃا جاري آهن. پوءِ پاڻ ڪلڪتي هليو ويو. جتي مريدن جو وڏو تعداد پيدا ڪيائين. سيد احمد ڪلڪتي کان حج واسطي حجاز مقدس هليو ويو. هن اتي رهي وهابين جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ڪئي. 1825ع ۾ ڪلڪتي جي رستي عربستان کان موٽي آيو ۽ سڌو دهليءَ پهتو. ان کانپوءِ سيد احمد سکن جي خلاف جهاد جو اعلان ڪيو. ان دور ۾ (1826- 1827ع) هو جهاد جي لاءِ سنڌ ۾ راجستان کان داخل ٿيو. ان وقت سنڌ ۾ مير ڪرم علي خان ٽالپر جي حڪومت هئي. سنڌ جي تمام گهڻ ماڻهن هن جي جهاد تحريڪ ۾ دلچسپي ورتي، ڇو ته هو ان کي 'وهابي' سمجهي ڪانئس دور رهڻ پيا چاهين. سيد احمد جي ابتدا ۾ ماڻڪاڻي ٽالپرن (ميرپورخاص) آجيان ڪندي خاطر تواضح ڪئي. ان بعد هن کي ميرپورخاص ٽپائي حيدرآباد ڏي روانو ڪيو. وچ ۾ هن قافلي ڪيئي شهر ڏٺا، پر خاص ذڪر ٽنڊي الهيار جو ملي ٿو. جڏهن هيءُ قافلو حيدرآباد پهتو ته حيدرآبادي ميرن، سيد صبغة الله ولايتيءَ کي موڪليو. صبغة الله، سيد احمد جو مڪي شريف ۾ مريد بڻجي چڪو هو. ميرن پاران مٺائي، ميوات ۽ ٻيو سامان به پهچايو ويو. ٽئين ڏينهن جمعو هو. ڪيس چيو ويو ته قلعي ۾ اچي نماز پڙهي. هو انهن ماڻهن سان گڏ آيو. سيد احمد ٽڪڙ ۾ حيدرآباد ڇڏڻ جو ارادو ڪيو. ميرن پاران هن کي هڪ هزار روپيه، هڪ بندوق ۽ ٻه تماچا (روالور) پيش ڪيا ويا. ميرن هن جي خدمت چاڪري ته ڪئي، پر سيد احمد کي ڏک پهتو ته، هتي جي عوام ۾ جهاد جو ذوق نه هجڻ جي برابر هو. *(تاريخ سنڌ، جلد ٻيو اردو ص 637- 639)*

ان ڪري سيد احمد 1827ع (ذوالقعد 1242هه) ۾، حيدرآباد کان پير جو ڳوٺ روانو ٿي ويو. ٻه ٻيڙيون سٺ روپيه ڪرايي تي ورتائون. سمورو مال اسباب ٻيڙين ۾ وڌائون. ڪمزورن ۽ ٻڍڙن کي به ٻيڙين ۾ ڪنيائون. صحتمند ماڻهو ڪي پنڌ ته ڪي اٺن يا گهوڙن جي ذريعي روانا ٿيا. ميرن به مهرباني ڪري هڪ ٻيڙو فراهم ڪيو. قافلو راڻي پور پهتو ته سيد صالح جيلاني آجيان ڪئي، ۽ انهن جي خدمت چاڪري ڪئي. ان دور ۾ پير صبغة الله شاهه (پهريون پير پاڳارو) گادي نشين هو. هن پنهنجي جماعت ۾ قرباني ڏيڻ وارن جو هڪ جٿو پيدا ڪيو، جن کي 'حر' جو لقب مليو. ٻنهي اڳواڻن ۾ ملاقات ٿي. ظاهر ٿيو ته ٻئي سکن ۽ انگريزن جي خلاف هئا. ٻنهي کي ختم ڪري ملڪ ۾ اسلامي نظام آڻجي. ان کانپوءِ سيد احمد جو قافلو شڪارپور پهتو. ان وقت شڪارپور جو ناظم سيد محمد ڪاظم شاهه هو. ان به سيد احمد ۽ ان جي قافلي جي خدمت ڪئي. جولاءِ 1826ع ۾ شڪارپور کي ڇڏي قافلو خراسان لاءِ روانو ٿيو. شڪارپوري عوام کين گرمجوشيءَ سان الوداع چيو. *(تاريخ سنڌ، جلد ٻيو، ص 640- 644)* جڏهن سيد احمد سنڌ ۾ آيو، تڏهن مير ڪرم علي خان جو راڄ هو. مير صاحب 1828ع ۾ فوت ٿيو. ان وقت سيد احمد اترين علائقن ۾ جهاد ۾ مصروف هو. ڊاڪٽر مبارڪ علي هن واقعي جا سنڌ تي پوندڙ اثر ظاهر ڪندي لکي ٿو ته، "جيتوڻيڪ سيد احمد شهيد جو سنڌ ۾ اچڻ ۽ هتي قيام ڪرڻ، سنڌ جي تاريخ جو ڪو اهم واقعو ڪونهي، پر سکن سان جنگين جي ڪري ان جو سڌو اثر سنڌ تي پيو. ان وقت رنجيت سنگهه، هن مجاهد سان ويڙهه ۾ الجهي پيو. جڏهن هو (رنجيت سنگهه) سنڌ تي حملي جي تياري ڪري رهيو هو. سيد احمد جي شهادت (1831ع) کانپوءِ پنجاب جي حاڪم سنڌ تي حملي لاءِ، انگريزن کان اجازت گهري ته ان کي رد ڪيو ويو. هڪ مؤرخ لکيو آهي ته، مهاراجا حقيقت ۾ سنڌ جي فتح ۾ گهڻي دير ڪئي، ڇو ته ان وقت هو سيد احمد سان ويڙهه ۾ مصروف هو. ان عرصي ۾ خود انگريزن جا سنڌ بابت ارادا بدلجي چڪا هئا ۽ هاڻي هو پاڻ سنڌ ۾ دلچسپي وٺڻ لڳا هئا. *(سنڌ خاموشيءَ جو آواز، اردو، ص 240- 241)*

**مير مراد علي خان:** ميرن جي حيدرآباد جي چوياريءَ جو هي آخري حاڪم ٿي گذريو آهي. هن جو عرصو مختصر ٿيو. يعني ته هن صرف چار سال سن 1828ع کان 1832ع تائين حڪمراني ڪئي.

ڪي اهم واقعا پيش ڪجن ٿا، جيڪي مير مراد علي خان جي دور ۾ ٿي گذريا:

ايلفنسٽن 1819ع کان 1827ع تائين بمبئيءَ جو گورنر رهيو هو. ان جي دور ۾ هندي وڏي سمنڊ کان بصري تائين قزاقي ڪندا هئا. انهن بمبئيءَ جي بحري ٻيڙي کان شڪست کاڌي. اهڙي بحري ٻيڙي جي اڳيان پنجاب جي خالصا سرڪار، سنڌ يا قلات جي حڪومت جي ڪهڙي مجال هئي؟ وچ هندستان کان فارغ ٿيڻ کانپوءِ، لارڊ وليم بينٽڪ (1828ع- 1835ع)، سنڌ ۽ پنجاب طرف ڌيان ڏنو. سنڌوندي‌ءَ تي واپاري نيت سان قبضي لاءِ، هن هڪ جهازران ڪمپني 'دي نيويگيشن آف انڊس' جو بنياد رکڻ جو ارادو ڪيو. اصل ۾ هيءَ رٿ سنڌ، قلات ۽ پنجاب لاءِ سياسي موت جي برابر هئي. هن رٿ جو باني موئرڪرافٽ هو. ان جي نظر ۾ اهڙي ڪمپني واپار لاءِ مفيد هئي. وليم بينٽڪ هر رُخ کان هن رِٿ تي سوچيو. لاهور، قلات ۽ حيدرآباد جي حاڪمن جي، انگريزن کي پوريءَ ريت ڄاڻ هئي ته، انهن ۾ ڪيتري

سياسي سمجهه ۽ فوجي طاقت هئي؟ اصل ۾ هن تحريڪ جو مقصد واپاري نه، پر سياسي ۽ فوجي هو. ڪجهه انگريز عملدارن هن رٿ جي مخالفت ڪئي ته، ان سان ٽالپر مير ناراض ٿيندا. ان هوندي به سن 1831ع ۾ گورنر جنرل، ڪنهن ريت سنڌو درياهه جي ماپ وٺڻ جو فيصلو ڪري ورتو. *(جنت السنڌ، ص 663- 665)*

ان پس منظر ۾ انگريز مختلف رٿن تي عمل ڪندا رهيا. پوڙهي رنجيت سنگهه کي انگريزن جي ارادن ۽ مقصدن جي پوريءَ ريت ڄاڻ هئي. سکن جو لشڪر انگريزن جي چوڻ تي سنڌ جي سرحدن تي مظاهرا ڪرڻ لڳو. مير مراد عليءَ کي به انگريزن جي ارادن ۽ طاقت جو بخوبي اندازو هو. انگريزن کي تحفا پنجاب جي حاڪم ڏي سنڌو درياهه رستي موڪلڻ ٿي گهريا. گهڻي ڪوشش ٿي ته اهي تحفا ڪلڪتي يا بمبئيءَ کان خشڪيءَ رستي لاهور پهچن. پر انگريزن جي رٿا هئي ته تحفا سنڌي سمنڊ وٽان سنڌونديءَ ذريعي لاهور پهچن. تحفا موڪلڻ ته بهانو هو اصل ۾ انگريزن کي سموري سنڌو ماٿري ڏسڻي به هئي ۽ سنڌونديءَ جي ماپ (Survey) به ڪرڻي هئي. ان مقصد لاءِ انگريزن اليگزينڊر برنس کي منتخب ڪيو. ميرن مجبور ٿي برنس کي سنڌوءَ جي سفر جي اجازت ڏني. 12 اپريل 1831ع تي برنس ٺٽي پهتو ۽ اتي ٻه مهينا ترسي سنڌو درياهه جي سروي به ڪندا رهيا ته، ملڪ سنڌ جي باري ۾ ڄاڻ به حاصل ڪندا رهيا. مير مراد علي حالات کي فڪرمنديءَ سان ڏسندو رهيو. پر هن ڏس ۾ مير نصير خان انگريزن جي فائدي ۾ هو. چون ٿا ته برنس جا جهاز ٺٽي مان نڪتا ته، هڪڙي پيرسن دانهن ڪري چيو ته، ”اڄ فرنگي درياهي رستي کان واقف ٿيا، هاڻي سنڌ ميرن جي هٿن مان نڪري ويندي. حيدرآباد ۾ وفد جون سرگرميون مير نصير خان جي معرفت جاري رهيون. ان جي معرفت وفد حيدرآباد جي حاڪم مير مراد عليءَ سان به برنس جي ملاقات ٿي. ٻنهي ڌرين تحفن جي به مٽاسٽا ڪئي. 23 اپريل 1831ع تي وفد حيدرآباد کان سيوهڻ لاءِ روانو ٿيو. برنس سيوهڻ 01 مئي 1831ع تي سهراباڻي سرڪار جي حدن ۾ داخل ٿيو. خيرپور ۾ ان وقت مير رستم خان حڪمران هو هن ميرن جي آدرڀاءَ لاءِ ڪميٽي جوڙي. وفد ٽي ڏينهن سيوهڻ ۾ ترسي پوءِ، خيرپور لاءِ روانو ٿيو. جتي وڏي وزير فتح محمد خان غور سندس استقبال ڪيو. آخري گڏجاڻي ۽ موڪلاڻي بکر ۾ رٿي وئي. وزيراعظم نواب ولي محمد لغاري، انگريزن جي دل وٺڻ لاءِ خوب بندوبست ڪيو. فرنگي وفد آخر ۾ ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن کي رپورٽ ڏني ته: ٽالپر غير سنڌي ۽ ڌاريا آهن. انهن جي ظلمن جي ڪري، سنڌي رعيت تنگ آهي، ۽ سنڌونديءَ جهازراني ڪرڻ لاءِ مفيد آهي. بهاول پور کان ٿيندو وفد 18 جولاءِ تي رنجيت سنگهه جي دربار ۾ پهچي تحفا پيش ڪيا. سک حاڪم برنس جي دل رکڻ لاءِ انگريزي تحفن جي تعريف ڪئي. لاهور کانپوءِ وفد شملي پهتو. جتان گهوڙن جي واپاريءَ جي روپ ۾ ڪابل کان ٿيندو بخارا پهتو. ڪابل ۾ ترسڻ دوران هن امير دوست محمد خان سان به ملاقات ڪئي. *(جنت السنڌ، ص 665- 671)*

ياد رهي ته مٿي ذڪر ڪيل جيمس برنس ۽ اليگزينڊر برنس پاڻ ۾ ڀائر هئا. جيمس وانگر اليگزينڊر به هڪ ڪتاب ’بخارا ۾ سفر‘ (ٽي جلد) لکيو. جنهن ۾ ٽيون جلد ’سنڌوءَ تي سفر‘ نالي سان 1834ع ۾ لنڊن مان ڇپيو هو. جنهن جو ترجمو عطا محمد ڀنڀري ڪيو. جيڪو سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ 1994ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو آهي.

مير مراد علي خان جي دور جو هڪ مکيه واقعو 1832ع ۾ ٿي گذريو. ڪوسا جي ٿر ۽ ڪڇ جي سرحد تي رهندا هئا. انهن اسلام ڪوٽ وٽ پالڻپور جي هڪ واپاري قافلي کي ڦريو بعد ۾ ڪوسن 7 واگهيلن گڏجي رهمڪي بازار کي به لٽيو. ڪڇ جي انگريز ريزيڊنٽ ڪرنل پاٽنجر بمبئي ۽ ڪلڪتي کي هن صورتحال جي رپورٽ ڏني. انگريزن جيسلمير ۽ جوڌپور جي انگريز سفيرن کي ڪڇ جي ريزيڊنٽ سان گڏجي، ميرن جي خلاف فوجي قدم کڻڻ لاءِ حڪم جاري ڪيا. مير مراد علي ڪجهه بلوچ سردارن کي ٿر جي سرحد تي موڪليو ته روبرو وڃي حالتن جو جائزو وٺو. حالتن کي پرکڻ لاءِ سيد باقر شاهه کي به ٿر روانو ڪيو. باقر شاهه انگريزن کي خاطري ڏني ته ڪوسن جي معاملي ۾، ميرن جي سرڪار جو ڪو به دخل ڪونهي. بعد ۾ پوٽنجر (پاٽنجر) ڪجهه سردار گرفتار ڪرايا. ڪمپني سرڪار پاٽنجر جي رپورٽن کي گهڻي اهميت ڏيندي، آڪٽوبر 1832ع ۾ پوني مان ڪڇ/ ٿر لاءِ لشڪر روانو ڪيو. ٿرپارڪر لاءِ خطري جي حالت ڏسي، خود مير مراد علي خان، منشي رحمت الله خان سان گڏ ٿر ڏانهن روانو ٿيو. پارڪر جي مختيارڪار غلام شاهه لغاريءَ کي حڪم ٿيو ته حالتن جي اصل تصوير پيش ڪري. گورنر جنرل کي في الحال کي ٻيا مامرا نبيرڻا هئا. ان ڪري ڪوسن جي معاملي ۾ صرف ميرن کي ڊيڄارڻو هو. ان کان وڌيڪ ڪجهه به نه ڪرڻو هو. آڪٽوبر 1832ع ۾ سردار غلام حيدر خان بجاراڻيءَ، ڪجهه ڪوسا گرفتار ڪري انگريزن جي حوالي ڪيا. ان سڄي ماجرا ۾ به ميرن ۽ ڪمپنيءَ وچ ۾ هڪ نئين معاهدي (چوٿون معاهدو؟) جي ضرورت محسوس ٿي. ڊسمبر 1831ع تي هڪ وفد سنڌ ڏانهن روانو ٿيو هن ڀيري وفد ۾ چار سئو ميمبر شامل هئا. جن ۾ خاص نالا هي آهن: ڪرنل پاٽنجر، پي. سي. سڪاٽ، جي. مورسي، اي. پي. ڊهوسٽ (سروير)، ۽ اي سنڪلر (نائب سرجن) وغيره. جنوري 1832ع تي وفد لکپت پهتو. ميرن سمجهيو ته هي سڄي ڪشمڪش ڪوسن جي ڪري پيدا ٿي آهي. وفد گهمندو ڦرندو شاهه ڪريم جي مزار تي به پهتو. 20 اپريل 1832ع تي حيدرآباد کان اڍائي ميلن جي دوريءَ تي وفد ڪئمپ قائم ڪئي. 28 جنوري 1833ع تي دربار مان محمد خان لغاري ۽ مير دوست علي خان ٽالپر، وفد جي ميمبرن کي عزت ۽ احترام سان حيدرآباد جي دربار ۾ وٺي آيا. هيءَ ملاقات صرف ويهه منٽ جاري رهي. ميرن جو وفد جي آجيان ۽ خرچ پکي تي خاص ڌيان رهيو ۽ انهن جو وڏو خرچ ٿيو بدلي ۾ ميرن حاڪمن ۽ لغاري سردارن کي به تحفا مليا. انگريزن نئين معاهدي جي ڳالهه ڪئي. انگريزن سان ڳالهين لاءِ ميرن ٽالپرن: آغا اسماعيل شاهه، ذوالفقار شاهه، زين العابدين شاهه،

احمد خان لغاري ۽ منشي چوئٿرام کي مقرر ڪيو. معاهدي جا هي شرط طئہ ٿيا:

(1) ٻئي حڪومتون هڪٻئي کي حقارت جي نظر سان ڏسڻ بدران، هڪ ٻئي جي بچاءَ لاءِ ذميدار رهنديون.

(2) برطانوي سرڪار عرض ڪري ٿي تہ ٽالپر سرڪار هندستان جي واپارين کي سنڌ اندر سنڌو درياهہ تان مال آڻڻ ۽ ڪڻي وڃڻ جي موڪل ڏيندي. ڪو بہ سوداگر پاڻ سان جنگي سامان نہ آڻيندو، نہ وري ڪو جنگي جهاز درياهہ تان لنگهندو يا ڪو بہ انگريز واپاري سنڌ ۾ گهر جوڙي نہ رهندو.

(3) جيڪڏهن ڪو ڌاريو سوداگر سنڌ جي حدن اندر داخل ٿيندو، تہ پهريائين انگريزن کان اجازت وٺندو. انگريز اهڙي خبر حيدرآباد جي دربار کي پهچائيندا. هي ڪم ڀُڄ جي انگريزي ريزيڊنٽ جي نگرانيءَ هيٺ رهندو.

(4) ٻئي حڪومتون واپار جي شين متعلق محصول جو اڳهہ مقرر ڪنديون. *(جنت السنڌ، ص 672- 674)*

انهن ڏينهن ۾ مير نور محمد جي پٽ جي شادي هئي، جنهن جو نالو مير شهداد خان هو. خيرپور سرڪار پاران مير مبارڪ علي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيو. مير مبارڪ پاٽنجر کي خيرپور جي دعوت ڏني ۽ مير رستم خان سان ملاقات لاءِ بہ چيو. ميرن کي اچي ڊپ ٿيو تہ متان فرنگي شڪارپور تي قبضو ڪن. 21 مارچ تي وفد خيرپور پهتو. فتح محمد غوري، گوهر علي خان، ديوان دلپتراءِ، ديوان لکميچند ۽ گوهر علي خان وفد جو استقبال ڪيو. وفد جا ميمبر مير رستم سان بہ مليا ۽ علائقي جي حالتن تي غور ويچار ڪيائون. ميرن ۽ انگريزن هڪٻئي کي خوب تحفا ڏنا. 16 اپريل 1832ع تي وفد حيدرآباد موٽ ڪاڌي. 11 مئي تي هي قافلو خير خوبيءَ سان موٽي لکپت پهتو.

سنڌ جي نامور اديب ۽ عالم، مرزا قليچ بيگ، مير مراد عليءَ جي دور بابت نهايت مختصر مگر جامع ڄاڻ فراهم ڪئي آهي. مرزا صاحب لکي ٿو تہ *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 219- 221)* مراد علي 1828ع ۾ فوت ٿيو. مير ڪرم علي خان کي ڪو بہ اولاد نہ هو. ان ڪري سندس خزانو، هٿيار ۽ قيمتي شيون، مراد عليءَ جي قبضي ۾ اچي ويون. مير مراد علي عقلمنديءَ جو مظاهرو ڪيو ۽ ان موقعي تي خيرپور ۽ ميرپور جي ميرن ۽ بلوچن کي بہ پاڻ سان گڏ رکيو. هن جو دور امن پريو هو. ڪاريگر، واپاري ۽ زميندار مطمئن هئا. ڪابل ۾ وڳوڙ ۽ بدامنيءَ سبب، مير صاحبان اٽڪل روءِ آزاد ٿي چڪا هئا. ايران جي فتح علي شاهہ قاچار (بادشاهہ) سان سٺا لاڳاپا رکيائين. فتح علي پنهنجي نياڻي، مير مراد عليءَ کي نڪاح ڪري ڏيڻ ٿي چاهي، پر مير صاحب وڏي عمر ۽ پنڌ جي ڏُوريءَ سبب، هي رشتو شڪريي سان رد ڪري ڇڏيو. بمبئيءَ جي گورنر سان بہ دوستانہ تعلقات جاري رهيا. ميجر پاٽنجر ڪڇ ۾ انگريز ريزيڊنٽ هو. اهو بہ ميرن سان بهتر تعلق ۾ رهندو آيو. ساڳيءَ ريت ڪڇ، پنجاب، جيسلمير، مسقط جي امام ۽ شريف مڪ جا سفير بہ حيدرآباد ايندا ويندا رهيا. شاهہ شجاع بہ سنڌ آيو. ميرن ٿوري عرصي لاءِ ڪيس شڪارپور ۾ رهڻ جو بندوبست ڪري ڏنو.

حيدرآباد جا مير هاڻي آزاد هئا. مير مراد علي خان حڪم ڏنو تہ، شهر ۾ ضرب خانو (سِڪن ٺاهڻ جو مرڪز) وجود ۾ آندو وڃي ۽ سندس (مير مراد علي خان) جي نالي ۾ سڪو تعمير ڪيو وڃي. ان ڪم لاءِ ماهر ڪاريگر فتح محمد کي اڳواڻ ڪيو ويو. تجرباتي طور تي ڪم شروع ڪيو ويو ۽ چاليهن کان پنجاهہ اشرفيون (سون جو سِڪو) ٺاهي تيار ڪيون ويون. مير حڪم ڏنو تہ خزاني ۾ جيڪو بہ سون آهي، ان مان مهرون ٺاهيون وڃن، پر ان حڪم تي عمل کان اڳ مير علي مراد علي خان گوڏن ۽ سيني جي تڪليف سبب، 06 جمادي الثاني 1249هہ (1833ع) تي وفات ڪري ويو. هن چار پٽ ڇڏيا: مير نور محمد خان، مير نصير خان، محمد خان ۽ يار محمد خان. هن پوٽن جو اولاد بہ ڏنو. مير نور محمد خان کي بہ پٽ: مير شهداد خان ۽ مير حسين علي خان. ۽ مير نصير خان کي بہ پٽ: مير حسن علي خان ۽ مير عباس علي خان ٿيا. جي مير مراد علي خان جا پوٽا هئا.

ان کان اڳ ۾ 1832ع ۾ وزيراعظم نواب ولي محمد خان لغاري گذاري ويو. سڀ مير صاحب هن کي گهڻي تعظيم ڏيندا هئا. هو سٺو سياستدان، مدبر، موقعي شناس ۽ سنڌي توڙي فارسي ٻولين جو سٺو شاعر بہ ٿي گذريو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان جي نظر ۾، ميرن جي پهرين چوياريءَ جي سوين ۾ نواب ولي محمد خان جو مکيہ ڪردار بنجي ٿو. مير مراد علي خان ۽ نواب ولي محمد لغاريءَ جون مزارون حيدرآباد ۾ آهن. مير مراد علي خان جي وفات تي پهرين چوياريءَ جو دور پورو ٿيو. چئن حاڪمن جملي پنجاهہ سال راڄ ڪيو. ان بعد مير صاحبن کي صرف حڪومت ڪرڻ لاءِ ڏهہ سال مليا.

**مير نور محمد خان:** سمورن بلوچ سردارن گڏجي مير نور محمد خان کي حڪومت جي گاديءَ تي ويهاريو. مير مراد علي پنهنجي زندهہ هوندي، حڪومت چئن پٽن ۾ تقسيم ڪئي. البت نور محمد خان نيڪ سيرت ۽ سياڻو انسان هو. ان ڪري هن ٻي چوياري هن ريت وجود ۾ آندي:

مير نور محمد خان، مير نصير خان (ڀائر)، ۽ بہ سوٽ: مير محمد خان ۽ مير صوبدار خان. ٻي چوياريءَ جو دور صرف ڏهہ سال هليو ۽ بہ مير ٽالپر گادي نشين ٿي سگهيا. تان جو 1843ع ۾ انگريزن سنڌ کي فتح ڪري، ٽالپرن جي راڄ جو خاتمو ڪري ڇڏيو. هنن ڏهن سالن ۾ ميرن ۾ وڏيڪ نااتفاقي پيدا ٿي ۽ سنڌ وڏيڪ حصن ۾ تقسيم ٿي وئي. ان ڪري ٽالپرن جي حاڪميت جو خاتمو اٽل هو. شهداداڻي سرڪار کان اڳ، سهراباڻي سرڪار (خيرپور) ٽڪرن ۾ تقسيم ٿي وئي. ساڳيءَ طرح 1836ع ۾ مير مراد علي خان ماڻڪاڻي (ميرپورخاص) جي وفات کانپوءِ هيءَ حڪومت سندس ٽن پٽن: شير محمد خان، شاهہ محمد خان ۽ خان محمد خان ۾ تقسيم ٿي وئي. پڳدار پٽ شير محمد خان هو. ٽالپرن جي حڪومت جا اڳ، ٽن حصن ۾ ورهايل هئي، سا هاڻي ٻي چوياريءَ جي دور ۾ ڪيترن ئي حصن ۾ تقسيم ٿي ڪمزور ٿي وئي. هي بہ

حقيقت آهي تہ شهداداڻين ۽ سهراباڻين شهزادن ۾ ڪافي نااتفاقي ۽ ڏڦيڙ پيل هو. *(جنت السنڌ، ص 676)*

مير نور محمد خان جي دور ۾ ڪجهہ اهم واقعا هن ريت ٿي گذريا. صاف ڏسڻ ۾ پئي آيو تہ انگريزن ڪي سنڌ تي قبضو ڪرڻو هو. مير نور محمد خان ان باري ۾ خوب ڄاڻو ٿي. ان ڪري هن بلوچن ڪي عام طرح سان ۽ خاص طرح سان، سردارن کي ايڪي ۽ ٻڌيءَ لاءِ زور ڀريو. پر ائين نہ ٿي سگهيو. قنڌار ۽ ڪابل هميشہ لاءِ سنڌ جي لاءِ مسئلو رهندا ٿي آيا. احمد شاهہ ابدالي، تيمور شاهہ ۽ پوءِ شاهہ شجاع، سنڌ لاءِ مصيبتون پيدا ڪندا رهيا. شجاع باوجود ذاتي مشڪلاتن ۽ مامرن جي، سنڌ جي اميرن ٽالپرن جي لاءِ مڙس ماڻهو ثابت ٿيو. سن 1803ع (1218هہ) کان 1842ع (1258هہ) تائين بادشاهہ بنيو رهيو. شاهہ شجاع مير نور محمد خان جي دور ۾ 1834ع ۾ سنڌ تي حملو ڪيو ۽ سکر جي ڀرسان 'ڪرڙيءَ جي ميدان تي' جنگ جو ميدان سينگاريو. ڪتابن ۾[1] ۽ خاص ڪري 'تازن معرڪن جي تاريخ' *(ليکڪ: منشي عطا محمد، سنڌي ترجمو: نياز همايوني)* نالي ڪتاب ۾ هن جنگ جو ذڪر نمايان آهن. هڪ ليکڪ موجب جنگ جو سبب هي ٿيو، جو ٽالپر اميرن سنڌ ۾ حڪومت جي نظام کي پختي ڪرڻ بعد ڪابل جي ڪاڻ ڪانہ ٿي ڪڍي. انهيءَ ڪري سن 1248هہ/ 1832ع ۾ افغانن سنڌ جي اترين سرحد تي زور ڀريو ۽ اميرن جي حاڪم نواب عالم خان مري شڪارپور جي بدران اچي سکر ۾ پنهنجو محاذ پختو ڪيو. افغانن طرفان هدايت الله اچي 'گوسڙ جي'[2] ۾ پنهنجو ديرو ڄمايو ۽ وڃهہ وٺي اگرائي ڪري، نواب عالم خان مريءَ تي حملو ڪيائين ۽ عالم خان جنگ ۾ ڪتب اچي ويو. عالم خان جو پٽ جهان خان مري هڪ وڏو بهادر ۽ باهمت جوان هو. جنهن پوءِ حملو ڪري هدايت الله کي ماري وڌو. بعد ۾ ڪابل پاران سمندر خان، افغان فوج ساڻ وٺي اچي شڪارپور پهتو. مير رستم خان (خيرپور) جي درٻار هن جنگ بابت هڪ مثنوي لکي. ان موجب، عجب اهو جو شاهہ شجاع بادشاهہ، جو گهرو جنگ سبب پنهنجي ملڪ مان تڙجي چڪو هو. تنهن سمندر جي سپهہ سالاريءَ هيٺ روهيلن جي بي انداز فوج چاڙهي موڪلي، جا درياهہ جي ڀريان اچي صف آرا ٿي. انهن سان توبون هيون ۽ ٻي گهڻي فوج بہ گڏ هئي. انهن جبل جي ٽڪريءَ تي چڙهي اوچتو حملو ڪيو. ميرن پاران مير رستم خان پنهنجي فوج موڪلي. زبردست جنگ لڳي. سيد ڪاظم شاهہ صفون ٽوڙي ڇڏيون. دشمن ڀڄي ڀري ڪان مٿس حملو ڪيو. بندوقون ڇوڙي ڪاظم شاهہ کي پورو ڪري ڇڏيو. پوءِ هن جو چاچو ابوالحسن تلوار ڪڍي ميدان ۾ لٿو ۽ اهو بہ مارجي ويو. ابراهيم خان بہ ميدان ملهايو ۽ ڪي افغان ماري وڌا. عالم خان ۽ جهان خان مري ٻہ جنگ ۾ وڙهندي مئا. ان ڪان علاوه هاشم، جيڪو خاصخيلين جو سردار هو، سو بہ رفيقن سان گڏ مارجي ويو. خدمتگذار پهلوان بهادر بہ هن جنگ ۾ ڪم آيو. امير ڪبير نظاماڻي، دريا خان بہ زبردست جنگ ڪندي مارجي ويو. غلام مرتضيٰ شاهہ [کهيري بلوچ] کي تہ آفرين هجي، جو پنهنجي پوري اٽالي سميت ميدان جنگ مان نہ ڀڳو. غلام مرتضيٰ شاهہ جي مارجڻ سان لشڪر بي دليو ٿي موٽيو. جي جنگ جاري رکن ها تہ اهي ئي جنگ کٽن ها. ڪي ويچارا ابوجهہ تہ درياهہ ۾ ٽپو ڏيندي لڙهي ويا. *(خليفي صاحب جو رسالو ص 276- 278)*

جيتوڻيڪ سنڌ جي ڪجهہ لکندڙن هن جنگ ۾ ميرن جي ڪردار جي وڏي واڪاڻ ڪئي آهي. ليڪن منشي عطا محمد هن جنگ کي ٻي نظر سان ڏٺي ٿو. ٽالپرن جي دور ۾ خليفو نبي بخش لغاري ڀلوڙ شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن هن جنگ تي ڪيڏارو لکيو. جنهن ۾ هن سنڌي شهيدن کي ساراهيو آهي:

کرڙي ڪائي رت، ڀَت نہ وڃهي وات ۾،
پڙ ۾ پهلوانن جي، ويٺي پرکي ڀَت،
جنين نيڻ نست، نينهن نہ لائي تَن سين!

مولائي شيدائيءَ، هن جنگ ۾ شاهہ شجاع جي شڪست ڏيکاري آهي. ان هوندي بہ لکي ٿو تہ قلات کان افغان بادشاهہ حيدرآباد پهتو، جتي هن ٽنڊي ابراهيم شاهہ ۾ منزل ڪئي. شهر جي ڪوتوال جي پٽ علي بخش مير نور محمد کي اطلاع ڏنو. مير صاحب سندس خدمت لاءِ حڪم جاري ڪيا. ٽن ڏينهن کانپوءِ شجاع حيدرآباد کان لڏيانا روانو ٿيو. *(جنت السنڌ، ص 681- 682)* مرزا قليچ بيگ هن جنگ جي باري ۾ وڌيڪ موزون راءِ ڏني آهي. معرڪو ٿيو. ليڪن ٽالپرن جو گهڻو نقصان ٿيو. ان ڪري بلوچن وڌيڪ وڙهڻ کان انڪار ڪيو. ان پس منظر ۾ آغا اسماعيل شاهہ کي حڪم ٿيو تہ، مذاڪرات ڪري معاملن کي ختم ڪري ميرن پاران گگوڙي شاهہ (شهزادي) کي ٻارهن لک روپيہ بنا دير جي ڏنا ويا. شجاع لڏيانا طرف هليو ويو. ميرن شڪارپور لاءِ اسماعيل شاهہ کي گورنر مقرر ڪيو ويو. جنهن پنهنجي پٽ آغاز بن العابدين کي نائب مقرر ڪري، پاڻ ٽالپرن سان گڏ حيدرآباد لاءِ روانو ٿيو. هي واقعو 1833ع (شوال 1249هہ) ۾ ٿي گذريو. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 232- 233)* منشي عطا محمد شڪارپوريءَ '*تازه نوائے معارک*' ۾ جو ڪجهہ هن جنگ متعلق لکيو آهي، ان بابت حقيقت پسند ٿي سوچڻو پوندو.

1834ع ۾ مٺڻ ڪوٽ ۾ ٻيو واقعو پيش آيو. جو ديري غازي خان جو حصو هو ۽ دراني حڪومت جي ڪمزوريءَ جو فائدو وٺي، نواب بهاولپور صادق محمد خان شهر تي قبضو ڪري اتي پنهنجو نائب مقرر ڪري ورتو. بعد ۾ سکن هي شهر دائودپوٽن کان ڦري ورتو. مزارين جي سردار بهرام خان: مگسين، بليدين ۽ مزارين جي گڏيل لشڪر سان ڪوٽ مٺڻ کي ڦريو ۽ لٽيو. ان واقعي جي آڙ ۾ ملتان مان ڪنور نونهال سنگهہ فوجون وٺي مٺڻ ڪوٽ آيو ۽ ساڳئي وقت ٽالپرن کان 12 لک روپيہ تاوان طلب ڪيائين. راجا رنجيت سنگهہ ٻيو سوال اٿاريو تہ مير ٽالپر، سکن لاءِ ايندڙ هٿيارن کي (ڪمپني سرڪار کان) سنڌو درياهہ تان گذرڻ جي اجازت ڏين. ديوان ساونڻ مل لاهور پاران 1832ع کان 1844ع تائين ملتان جو نائب هو. ان کي انگريزن جي ارادن جي خبر هئي. ساونڻ مل کي اندازو هو تہ انگريزن، اگر ميرن کي قابو نہ ڪيو تہ، ايندڙ مصيبت سِکن تي ڪرندي. ان ڪري ساونڻ مل کي ميرن سان همدردي هئي.

مير صاحبان کي ڪو مسئلو ٿيندو هو تہ سانوڻ کي اڳتي ڪندا هئا. انگريزن لاهور کي پيغام ڏنو تہ هٿيارن جي معاملي تي ميرن کي تنگ نہ ڪيو وڃي. مزارڇ جو علائقو ٽالپرن جي تابع هو، ان ڪري ملڻ ڪوٽ جي ڦر بابت، سکن جي مطالبي کي تسليم ڪندي، ٽالپرن، سکن کي 12 لک روپيہ ڏئي جِند ڇڏائي. (جنت السنڌ، ص 682- 683)

چارلس ميٽڪاف 1835ع کان 1836ع تائين انڊيا جو گورنر جنرل ٿي رهيو. هن هندستان جي پريس کي ٿوري آزادي ڏني. انگريزن کي هيءَ ڳالهہ نہ وڻي، ان ڪري کيس لنڊن طلب ڪري، لارڊ آڪلنڊ کي هندستان جو حاڪم ڪري موڪليو، جيڪو 1841ع تائين هندستان ۾ رهيو. ڪابل جو امير دوست محمد خان حاڪميت کان باخبر هو. کيس خبر هئي تہ انگريز ۽ سِک اسلام دشمن آهن. سن 1837ع ۾ پشاور جي جنگ ۾ سِکن شڪست کاڌي ۽ انهن جو سپہ سالار هريسنگهہ بہ مارجي ويو. رنجيت سنگهہ، لارڊ آڪلنڊ کان مدد گهري، پر هن انڪار ڪيو. انگريزن جو خيال هو تہ پٺاڻ ۽ سِکَ پل پاڻ ۾ وڙهي ڪمزور ٿين. آڪلنڊ پڇ جي ريزيڊنٽ ڪرنل پاٽنجر جي معرفت ميرن تي دٻاءَ وڌائڻ لڳو. بقول مولائي شيدائي: هندستان جو مرد بيمار (سنڌ) موت جي بِستري تي پاسا بدلائي رهيو هو. (جنت السنڌ، ص 690)

1836ع ۾ انگريزي لشڪر سنڌو درياهہ رستي، ڪابل موڪلڻ جو بندوبست ڪيو ويو. ليڪن ميرن ٽالپرن ظاهر ۾ ان جي مخالفت ڪئي. انهيءَ سال ۾ لڌيانا ۾ رهيل شاهہ شجاع، انگريزن کي اپيل ڪئي تہ کيس ڪابل جو تخت وٺي ڏيڻ ۾ مدد ڪن. سرڪار سر وليم ميڪناٽ (Macnaghten) کي حڪم ڪيو تہ، فوج ۽ ٻي گهربل مدد سان گڏ شجاع سان ڪابل وڃي هن کي تخت تي ويهارڻ ۾ مدد ڪري. ان سان گڏ گورنر جنرل حڪم ڏنو تہ جان ڪِين، فوج وٺي بمبئيءَ مان سنڌو درياهہ ذريعي ڪابل پهچائي. جان ڪين جي پهچڻ کان اڳ، پڇ جي ريزيڊنٽ ڪرنل پاٽنجر کي حڪم مليو تہ، سنڌ پهچي ميرن کي راضي ڪري تہ اهي انگريزي فوج کي وايا ڪراچي، سنڌ ذريعي روانو ٿيڻ جي اجازت ڏين. واپارين کي چيو وڃي تہ فوج کي هر گهربل چيز مهيا ڪن. مير نور محمد خان ڏاهپ کان ڪم وٺي اهڙي اجازت ڏئي ڇڏي، پر ٻيا مير جيڪي پاڻ کي حاڪم ۽ آزاد سمجهي رهيا هئا، سي هن صورتحال جي مخالفت ڪرڻ لڳا. قلعي جي آسپاس بلوچ ڪرنل پاٽنجر کي تنگ ڪرڻ لڳا. تنهنڪري بلوچي فوج پاٽنجر کي سلامتيءَ سان ڪيڏي، درياهہ سنڌ جي ڪناري تي موجود برٽش ريزيڊنسيءَ پهچايو. مير نور محمد اڳ ۾ اجازت ڏئي چڪو هو ۽ اهڙي اجازت (اجازت نامو) ڪٽي ڪيپٽن وائيٽ ڪڪ ڪراچي روانو ٿي چڪو هو. مير شير محمد (ميرپورخاص وارو) ٻارهن هزار لشڪر وٺي، ٻين ميرن سان اچي مليو. ٻروچن اهو سامان ڦريو جو واپارين انگريزن جي لاءِ خريد ڪيو هو. هي چوويهن ڪلاڪن جي ڪارڪردگي هئي. بلوچ، بازار (شاهي بازار حيدرآباد) کي ڦرڻ لاءِ بہ تيار هئا. مير نور محمد همت سان ان ڦرلٽ کي روڪيو. جا جهنگلي ٻروچن جي هٿان ٿيڻي هئي. انهن مان ڪن جا ڪن ڪپيا ويا ۽ ڪن جون ڏاڙهيون ۽ مٿا بہ ڪوڙيا ويا. انهن جو تعداد ڇڳو هو. (اي هسٽري آف سنڌ، ص 223- 224)

تمام جلد اطلاع پهتو تہ انگريزي فوج منهوڙي پهتي آهي تہ ميرن جي سپاهين مٿن فائر ڪيا. انگريزن جي فوج بہ جوابي فائرنگ ڪئي. نتيجي ۾ قلعي جي ديوار هڪ پاسي کان ڊهي ڍير ٿي پئي. اهڙو اطلاع ڪراچيءَ جي گورنر الهرکيي کي موڪليو. طاقت جي زور تي جان ڪين پنهنجي فوج کي زمين تي لاٿو. ميرن تڪڙ ۾ ڳالهين جي لاءِ سيد اسماعيل شاهہ کي ڪراچيءَ موڪليو. پاٽنجر بہ حيدرآباد ڇڏي ڪراچيءَ هليو. اسماعيل شاهہ منهوڙي واقعي تي ارمان ظاهر ڪيو. انگريزن نئين ناهہ لاءِ هي شرط رکيا:

(1) افغان ويڙهہ جي سموري عرصي تائين مير، انگريزي لشڪر کي مناسب قيمتن تي بار برادريءَ جي جانورن، گاهہ پٺي ۽ کاڌ خوراڪ جي سامان پهچائڻ لاءِ ٻڌل رهندا.

(2) مستقبل ۾ ٽي هزار انگريزي لشڪر ڪراچيءَ ۾ رهندو.

(3) بلوچن جي ڦرلٽ ڪرڻ ڪري انگريزن کي جيڪو 23 لکن روپين جو نقصان پهتو آهي، اهو مير هڪدم ڀري ڏيندا.

(4) حيدرآباد سرڪار سنڌ جي ان انگريزي لشڪر جي خرچ لاءِ 3 لک روپيا ساليانو ڀري ڏيڻ لاءِ ٻَڌل رهندي.

(5) ٽالپر ميرن جي حفاظت لاءِ انگريزي ريزيڊنٽ مقيم حيدرآباد وٽ انگريزي لشڪر جو دستو رهندو.

(6) انگريزي ريزيڊنٽ جو اندروني ڳالهين سان ڪو تعلق نہ رهندو. فقط اهم ڳالهين متعلق مير کائنس صلاح وٺندا.

(7) ٽالپري روپيو ڳلٽي آهي، جنهنڪري واپارين کي نقصان پوي ٿو. ان ڪري مير نوان روپيا تيار ڪندا.

آغا اسماعيل شاهہ ڏاهو ۽ تجربيڪار هو. ڪابل، تهران، بمبئي، ڪلڪتي وغيره جا ايوان، هن جي نالي کان واقف هئا. هن هي شرط لاچار منظور ڪيا. ڇو تہ بدلجندڙ سياسي رُخَ کي هو فڪر سان ڏسي رهيو هو. وزير شرط منظور ڪري انگريزن جي سنڌ دشمن ارادن کي ناڪام بڻايو. سر جان ڪين جو چوڻ هو تہ، حيدرآباد جو قلعو سنڌس ڪڙين هيٺان آهي. (جنت السنڌ، ص 701- 704)

ڊسمبر 1838ع ۾ اليگزينڊر برنس، بکر جي قلعي تي قبضي لاءِ مير رستم خان تي دٻاءَ وڌايو. برنس، پوڙهي رستم خان (خيرپور) کي تسلي ڏيندي چيو تہ، جيڪڏهن هو قلعو حوالي ڪندو تہ، پوءِ سهراباڻي سرڪار هميشہ لاءِ قائم رهندي. مير رستم خان کي معاهدي جي ڪاغذ تي دستخط ڪيا. مير صاحب ڏڪندي ڏڪندي برنس کي چيو، جي اوهان حيدرآباد سرڪار کان ڪراچي نہ ورتي، تہ مون کي خودڪشي ڪرڻي پوندي. جيتوڻيڪ ميرن، انگريزن کي سمجهايو تہ بولان ۽ خيبرلڪ اهميت وارا آهن، پر حملي آورن موٽ ڏني تہ اسان کي ڪابل تي حملي لاءِ ڪراچي ۽ سنڌ جا ڪي ٻيا علائقا مفيد ثابت ٿيندا. (جنت السنڌ، ص 696- 697)

مير نور محمد خان جي دور ۾ اسماعيلين جي امام، آغا خان جو اولاد سنڌ ۾ داخل ٿيو. هن خاندان مان شاهه حسن علي (ولد شاهه خليل الله)، فتح علي شاهه قاچار جي ڌيءَ سان شادي ڪئي هئي. فتح علي قاچار جي وفات کانپوءِ، سندس پٽ محمد شاهه قاچار بادشاهه بڻيو. شاهه حسن علي ۽ محمد شاهه ۾ اٽيٽ ٿي ۽ نوبت وڃي جنگ تائين پهتي. شاهه حسن علي ايران جي ڪرمان کان موجوده بلوچستان ذريعي سنڌ ۾ داخل ٿيو. هي واقعو 1838ع جو آهي. هو حيدرآباد سنڌ ۾ رهڻ لڳو جتي خوجن جو چڱو تعداد هو ۽ اهي سنڌ جي تختگاهه ۾ رهندا هئا. خوجا واپاري هئا. ان سمنظر ۾ انهن انگريزن جي مدد ڪئي، جي شاهه حسن عليءَ جو ئنهن بہ حڪم کي ٽاري نہ ٿي سگهيا. اڳ ۾ ايراني دربار هن خاندان ي 'آغا خان' ۽ انگريزن 'هز هائينس' جو خطاب ڏنو هو. انگريزن 1843ع سنڌ فتح ڪئي. بعد ۾ هي ناميارو خاندان بمبئيءَ هليو ويو. شاهه حسن علي 1881ع ۾ بمبئيءَ ۾ وفات ڪئي. ان پسمنظر ۾ اسماعيلي نندي ڪنڊ ۾ داخل ٿيا ۽ هتي جي سياست ۾ اهم ڪردار ادا ڪيائون. (جنت السنڌ، ص 699- 700)

نومبر 1838ع ۾ انگريزي لشڪر ڪابل فتح ڪرڻ جي تياري ڪرڻ لڳو. انگريزن جو لشڪر سنڌ مان ڪراس ڪري اڳتي وڌڻو هو. ان ڪري تاريخن ۾ ان کي 'انڊس آرمي' سڏين ٿا. بنگال جو لشڪر جنهن ۾ 9500 سپاهي ۽ 3800 غير فوجي ملازم هئا. لشڪر ٽيهن هزارن اٺن سميت، جنرل ولو بي ڪاٽن جي قيادت ۾ فيروزپور وٽ پهتو. هتي گورنر جنرل لارڊ آڪلنڊ، رنجيت سنگهه سان ملاقات ڪئي. فوج سان سر وليم مئڪناٽن انگريزي حڪومت پاران ڪابل جو سفير ٿي هليو. بمبئيءَ جي لشڪر ۾ 5600 سپاهي هئا، اهو جان ڪين جي قيادت ۾ بمبئيءَ کان سمنڊ رستي روانو ٿيو. شاهه شجاع بہ انگريزن سان گڏ هو، ۽ ان سان گڏ فوج جو تعداد 6 هزار هو.

افغان لشڪر جو خرچ بہ انگريزن تي هو. 10 ڊسمبر 1838ع تي بنگال جو لشڪر فيروزپور کان روانو ٿيو بهاولپور جي نواب ۽ جيسلمير جي راجا فوجن کي اٺن جي مدد ڪئي. بمبئيءَ کان روانو ٿيل لشڪر سنڌ مان لنگهيو ٿي. ان ڪري ميرن ۾ ٽرٽلو پئجي ويو. انگريزن جا ايجنٽ، خوجا واپاري ۽ هندو ٺيڪيدار، شاهه بندر، ٺٽي ۽ ٻين وڏن شهرن ۾ لاڙ کان اتر سنڌ تائين، ان ۽ چوپايو مال خريد ڪرڻ لڳا. هن ڏس ۾ ٽالپرن جي وڏي مخالف سيٺ نائون مل اهم ڪردار ادا ڪيو. نومڙين ۽ جوکين کي بہ وڏا ٺيڪا مليا. جڏهن تہ نومڙين جي سردار جي ٽالپرن سان مٽي مائٽي هئي. آغا خان جو ڏاڏو حسن علي شاهه خراسان تائين اثر رکندڙ هو، ان بہ دل کولي انگريزن جي مدد ڪئي. (جنت السنڌ، ص700- 701)

22 جنوري 1839ع تي ليفٽيننٽ ايسٽ وڪ، ڪپتان آئوٽرام ۽ ليفٽيننٽ هُڪ جو منجهند مهل، دربار ۾ مير نور محمد خان ٽالپر سان ملاقات ڪئي. ٽالپرن پاران مرزا خسرو بيگ، نواب محمد خان ۽ ديوان چوئٿرام بہ ملاقات وقت مير صاحب سان گڏ هئا. مير صاحب هڪ پيٽي گهرائي، وفد کي اڳين معاهدن جا ڪاغذ ڏيکاريا ۽ پوءِ چيو تہ جيڪي فرنگين تي اعتبار ڪن ٿا. اهي بيوقوف آهن. ان کانپوءِ مير نور محمد هڪ مختصر تقرير بہ ڪئي. ايسٽ وڪ جواب ۾ عربي ۽ فارسي رباعيون پڙهيون. آخر ۾ مير صاحب چيو اسين هاڻ اوهان تي وڌيڪ اعتبار نہ ٿا ڪري سگهون ۽ نہ وري ايڏي وڏي رقم ڀري سگهنداسون. فرنگي وفد جي ميمبرن ۾ هن ڀيري وڌيڪ تڪبر ۽ غرور هو. پاڙيسري حڪومتون: ڪڇ، جوڌپور، جيسلمير ۽ بهاول پور جا حاڪم، ميرن جي خاتمي جا منتظر هئا. لارڊ آڪلنڊ کين حصا ڏيڻا ڪيا هئا. (جنت السنڌ، ص 704- 705)

مٿي ڪابل ڏي انگريزي لشڪر جي چرپر جو احوال ڏنو ويو آهي. انگريزن جو لشڪر مختلف ذريعن سان، غزني ۽ قنڌار کان ڪابل پهتو. سِکن جو لشڪر شاهه شجاع جي پٽ جي قيادت ۾ خيبر کان جلال آباد پهتو. امير دوست محمد خان يلغار جو هڏي ڪابل ڇڏي ڀڄي ويو. پوءِ 1840ع ۾ ناڪام ٿي اچي انگريزن جي آڏو پيش پيو. انگريزن امير دوست محمد کي حرم سميت قيد ڪري ڪلڪتي ۾ نظربند رکيو. ٽيهن سالن جي غير حاضريءَ کانپوءِ شاهه شجاع بادشاهه بڻجي ڪابل ۾ عياشي ڪرڻ لڳو. مختلف انگريز ڪمانڊر جدا جدا شهرن ۾ رهي، شاهه شجاع جي حفاظت ڪرڻ لڳا. اليگزينڊر برنس ۽ جنرل اليفنسٽن، ڪابل ۾ ڇانوڻي هڻي، شاهه شجاع جي پاسباني ڪرڻ لڳا. سرجان ڪين ۽ سر ولوبي ڪاٽن ٿوري لشڪر سان ڪابل مان واپس ٿيا. ڪجھ انگريز ڪمانڊرن کي مهم جي ڪاميابيءَ تي سرڪار پاران 'ناٽيٽ' جو خطاب مليو. (جنت السنڌ، ص712)

ان عرصي ۾ انگريزن قلات ۾ بہ مهم جوئي ڪئي. انگريزي لشڪر قنڌار ويندي سبي، ڍاڍر ۽ ڪڇيءَ مان لنگهيو هو. تڏهن انگريزن ۽ بلوچن ڪي هڪٻئي خلاف شڪايتون پيدا ٿيون هيون. ڪابل کان موٽندي جنرل ولشائر قلات تي حملو ڪيو. اتي جو حاڪم مير محراب خان ثاني، انگريزن سان وڙهندي مارجي ويو. سندس ٻہ هزار سپاهي بہ مارجي ويا. شهزادو نصير خان پنجگور ڏي ڀڄي ويو. انگريزن قلعي کي لٽڻ بعد مير شاهه نواز خان کي حاڪم ڪري ويهاريو. چارلس ماسن ان وقت قلات ۾ موجود هو. ولشائر بولان لڪ کان واپسي ڪئي. ڪڇي، ڍاڍر ۽ مستونگ جا علائقا؛ انگريزن شاهه شجاع جي نگرانيءَ ۾ ڏنا. جان ڪين فتح جا شادمانا وڄائيندو حيدرآباد پهتو. جتي اميرن کيس 19 توبن جي سلامي ڏني. ڪمانڊر ڪجھ سون مير نور محمد کي تحفي طور ڏنو. مير صوبيدار خان، جان ڪين کي ڏار آجياڻو ڏنو. (جنت السنڌ، ص712- 713)

ڪابل جي واقعن کان ڪجھ وقت اڳ يا ٿورو عرصو پوءِ، مولائي شيدائيءَ موجب، جهڙوڪر انگريزي لشڪر سنڌ کي گهيرو ڪري چڪو هو هي گهيرو مختلف پاسن ۽ ڪمانڊرن پاران هو. حيدرآباد جي ڪوٽوال جي معرفت سر جان ڪين، حيدرآباد جي قلعي جي معائني ڪرڻ ۾ سوڀارو ٿيو. مير نور محمد خان ايندڙ مصيبت کي ڏسي ۽ سمجهي رهيو هو. ميرن جي لاءِ ٻہ رستا هئا يا انگريزن سان جنگ ڪن يا نئين صلح جا شرط منظور ڪن. 10 فيبروري 1839ع تي رياست

خيرپور ۽ حيدرآباد جي سرڪار جا 13 (تيرهن) شرط منظور ڪيا، جي گڏيل طور هن ريت هئا:

(1) ٻنهي حڪومتن ۾ دوستاڻو رستو رهندو.

(2) گورنر جنرل جو ارادو آهي ته، ٺٽي ۾ انگريزي ڇانوڻي رهي، جنهن ۾ پنجن کان وڌيڪ انگريزي لشڪر نه رهندو.

(3) جيڪا انگريزي فوج رکي ويندي، تنهن جي خرچ لاءِ مير نور محمد، مير نصير خان ۽ ٻيا اميرزادا 03 لک روپيه ساليانو ڀري ڏيڻ لاءِ جوابدار رهندا.

(4) انگريز سنڌ جي اندروني معاملن ۾ دخل نه ڏيندا، نه وري پنهنجون عدالتون قائم ڪندا.

(5) انگريز، سنڌ کي ڌارين جي ڪاهه کان بچائڻ لاءِ ٻڌل رهندا.

(6) جيڪڏهن ميرن جي ٻن ڌرين ۾ ڪو فساد پوندو ته، انگريزي ريزيڊنٽ سندن فيصلو ڪندو.

(7) ڪو بلوچ سردار، ميرن جي خلاف بغاوت ڪندو ته، مير، گورنر جنرل کي اپيل ڪندا. معاملي جي جاچ ڪرڻ کانپوءِ گورنر جنرل انگريزي ريزيڊنٽ کي مدد ڏيڻ لاءِ حڪم ڪندو.

(8) ٽالپر مير، پاڙيسري حڪومتن سان دوستانه نموني ۾ خط و ڪتابت ڪري سگهندا. ليڪن انگريزن جي صلاح کان سواءِ ڪو به عهدنامو ڪري نه سگهندا.

(9) ساڳيءَ طرح ميرن کي اطلاع ڏيڻ کان سواءِ انگريز سندن خلاف ڪنهن به حڪومت سان معاهدو نه ڪري سگهندا.

(10) انگريزن کي مال رکڻ لاءِ ڪراچيءَ ۾ گدامن جوڙائڻ جو اختيار هوندو. جيڪڏهن اهڙن عمارتن کي فسادي نقصان رسائيندا، ته مير عيوضي ڏيڻ لاءِ جوابدار رهندا.

(11) نئين عهدنامي موجب سنڌونديءَ جي واپار وڌڻ لاءِ امڪان آهي، ان ڪري ڪراچيءَ کان فيروزپور تائين، جيڪي به محصول لڳل آهن، سي آئنده لاءِ رد سمجهيا ويندا.

(12) انگريزن کي جيڪڏهن سندس مدد جي ضرورت پئي ته، مير سنڌ جي حدن اندر ڪين ٽن هزارن فوجن سان مدد ڏيندا. اهڙي فوج جو خرچ انگريز ڀريندا.

هن معاهدي موجب ميرن کي جملي 27 لک روپيه ڇٽي ڀرڻي پئي. جان وليم ڪين لکي ٿو ته حيدرآباد جي ميرن ويهه لک روپيه ۽ مير رستم خان ست لک روپيه ڀري ڏنا. *(جنت السنڌ، ص 705- 708)*

انگريزن جي فرمائشن ۽ وڌندڙ زيادتين کي ڏسي، مير نور محمد خان مجبور ٿي، آزمودگار سفير آغا اسماعيل شاهه کي، گورنر جنرل کي حقيقتون ٻڌائڻ لاءِ ڪلڪتي روانو ڪيو. آغا صاحب 16 فبروري 1839ع تي ڪلڪتي روانو ٿيو. وزير جي عمر ان وقت 80 ورهيه هئي. سفر جون تڪليفون سندس برداشت کان ٻاهر هيون. ان ڪري هو حيدرآباد موٽي آيو ۽ تمام جلد وفات ڪري ويو.

مير نور محمد خان، آخري دور حڪومت ۾ ڪثير معاملن ۾ اُلجهيل رهيو. پر بلوچن جي باهمي نا اتفاقيءَ ڪيس وڌيڪ جهوري وڌو هو. ميرن ٽالپرن جا جهيڙا تيز ٿيندا ويا. ان ڪري مير صاحب سخت پريشان رهڻ لڳو. انگريزن جي اچڻ کانپوءِ ميرن جا باهمي دٻيل جهيڙا اُڀري آيا. ماڻڪاڻي (ميرپورخاص)، شهداداڻين سان ٺهيل نه هئا. مير نور محمد شوخ طبع ۽ ڪفايت ۾ يقين رکندڙ هو. مير نصير خان رعيت ۾ پسند ڪيو ويندو هو. مير محمد خان سست ۽ لاغرض انسان هو. هن کي چوياريءَ جو رڪن هوندي به مملڪت جي ڪاروبار سان ڪا دلچسپي نه هئي. مير صوبدار خان حڪومت جو اصل حقدار (پاڻ کي) سمجهندو هو. شوخ مزاج وارو، پر حڪومت جي ڪمن ۾ دلچسپي وٺندو هو. مير شير محمد ماڻڪاڻي سخت مزاج وارو حاڪم هو. هن جو علائقو غيرآباد هو، ان ڪري هن 'مڱريو واهه' کوٽايو هو. هيءَ ڳالهه حيدرآباد جي ميرن کي نه وڻي. قلات ويل مرزا باقر کي هڪدم طلب ڪيو ويو، جنهن وچ ۾ پئي ڌرين جو فيصلو ڪرايو. وڌيڪ وڙهيل سهراباڻي (خيرپور جا مير حاڪم) هئا. 19 جولاءِ 1839ع تي مير مبارڪ فوت ٿيو. مير علي مراد خان موقعو ڏسي انگريزن کي پنهنجي ملڪيت جي واپسيءَ لاءِ گذارش ڪئي. ليڪن گورنر جنرل، مقامي ريزيڊنٽ کي هدايت ڪئي ته، في الحال معاملي کي دٻايو، ڇو ته اسان ڪابل جي مهم ۾ ڦاٿل آهيون. ليڪن دلين جي سانڊيل باهمي بغض پڙڪو کاڌو. مير رستم خان، مير علي مراد خان ۽ مير مبارڪ خان جو پٽ مير نصير خان، ترارين ۽ تفنگن سان هڪٻئي جي سامهون اچي ويا. مير علي مراد خان ڀاري ٿي چڪو هو، ڇو ته ڪيس انگريزن جي پٺڀرائي حاصل هئي. نونهار جي ناهه موجب مير علي مراد کي زمينون موٽي مليون. ٽالپرن ۾ ويڙهه وانگر قلات جي دربار ۾ به معاملات نيڪ نه هئا. *(جنت السنڌ، ص 709- 710)*

اڳ ۾ آسپاس جون رياستون ٽالپرن کي قدر جي نگاهه سان ڏسنديون هيون. مگر انگريزن جي شرطن کي قبول ڪرڻ کانپوءِ سندن اڳوڻي اهميت گهٽجي وئي. حيدرآباد ۾ انگريزي ريزيڊنٽ ڪرنل پاٽنجر سنڌ جي اڇي ڪاري جو مالڪ هو ظاهر ۾ ڏسڻ ۾ پئي آيو ته حيدرآباد ۽ قلات جون حڪومتون گهڙي پل جون مهمان آهن. سرجان ڪين عوام تي ظلم جا پهاڙ ڀي ڪيرايا. سرحد جي بليدين، ڏومبڪين، جکراڻين، بگٽين، مرين ۽ مگسين، بنگال جي لشڪر کي شڪارپور ڇڏڻ کانپوءِ، ڦري انگريزي عملدارن جي ننڊ حرام ڪري ڇڏي. ان ڏس ۾ بلوچن مختلف طريقا اختيار ڪري، انگريزن کي تنگ ڪيو. انگريزن ڪنهن به رڪاوٽ کانسواءِ: شال، مستونگ، قنڌار، غزني ۽ ڪابل تي قبضو ڪري ورتو پر چون ٿا ته شينهن جي شڪار ڪرڻ وقت ڪافي اسباب ڪٺڻو پوندو آهي. انگريزن اهڙو بندوبست نه ڪيو هو *(جنت السنڌ، 710- 711)*

مرزا قليچ بيگ آخري ٽالپر دور کي ويجهو مؤرخ آهي. ان صاحب حالانڪ ٽالپرن تي گهٽ مواد ڇڏيو آهي، ليڪن مختصر ۽ جامع انداز ۾ لکيو آهي. مير نور محمد جن مسئلن ۾ گهيريل هو. انهن ۾ حيدرآباد ۾ برطانوي ريزيڊنسي، ريزيڊنٽ ۽ انهن جي حفاظت جو مسئلو

خاص اهميت رکندڙ هو. اڳ ۾ راس بيل خيرپور جو ريزيڊنٽ هو جو ڏيڍ سال کن رهي فوت ٿيو. بعد ۾ حيدرآباد جي ريزيڊنٽ ميجر پاٽنجر کي هيءَ ذميداري به ڏني وئي. ستن مهينن کانپوءِ اهو عملدار بيمار ٿي پنهنجي ملڪ هليو ويو. سندس جاءِ تي هڪ ٻيو آفيسر جناب ليڪي (Leckie) مقرر ٿيو. هي ٿورو عرصو رهي، حيدرآباد کان بمبئيءَ لاءِ روانو ٿيو. نئون ريزيڊنٽ ڪپتان ايسٽ وِڪ مقرر ٿي آيو. ڪجهه ڏينهن کانپوءِ ميجر آئوٽرام کي نامزد ڪري حيدرآباد موڪليو ويو. پنهنجي نائب ڪيپٽن لاڪ کي حيدرآباد ۾ ڇڏي، پاڻ خيرپور جي ريزيڊنسي ڏسڻ لاءِ روانو ٿي ويو. آئوٽرام کي ڪي مسئلا قلات ۾ به طئي ڪرڻا هئا. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 225- 226)*

انهن سالن جي راڄ کانپوءِ سن 1840ع ۾ (جمادي الثاني 1255هه) ۾، مير نور محمد بيمار ٿي پيو. ڪجهه ڏينهن ۾ هو ڏيهي ۽ پرڏيهي طبيبن جي علاج هيٺ رهيو. آخرڪار ساڳئي سال ۾ (اربعه 10 شوال 1255هه)، مير نور محمد هي فاني جهان ڇڏيو هن کي حيدرآباد جي ٽالپرن جي قبرستان ۾، پنهنجي والد جي پهلوءَ ۾ دفن ڪيو ويو. *(دي ٽامبس آف ٽالپر ميرس، ص 27)*




**مير محمد نصير خان جو دور:** محمد نصير خان، اڳئين حڪمران مير نور محمد خان جو ڀاءُ هو. هن به اڍائي سال سنڌ تي حڪومت ڪئي. ليڪن هي دور ٽالپرن جي زوال جو زمانو هو. هن کي ڪجھ تڪليفن ۽ مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پيو. قليچ بيگ سندس ساراهه ڪندي ڏاڍي نه ٿو لکي ٿو ته سيني بلوچن هن کي پنهنجو اڳواڻ تسليم ڪيو هي ذاتي طرح ڀلو ماڻهو هو. هن ۾ بي شمار ادبي صلاحيتون هيون ۽ هو واقعي شهزادو لڳندو هو.

ورندڙ چند مهينن ۾ ميرن جا پاڻ ۾ اختلاف نروار ٿي سامهون آيا. جهيڙي جو سبب ملڪيت هئي، جهيڙو لفظن کان وڌي جنگ تائين پهتو. احمد خان لغاريءَ جي پڙڪائڻ تي، مير صوبدار خان وڃي مير حسين علي خان جو پاسو ورتو. مير نصير خان وري مير شهداد خان جي حمايت ڪئي. آخرڪار مير نصير خان پنهنجي ويجهي درٻاري، آخوند بچل کي آئوٽرام ڏي موڪليو ته، هن ڏس ۾ هو سندس مدد ڪري. آئوٽرام جي دخل ڏيڻ تي معاملو حل ٿي ويو.

سنڌ ۾ ڪالرا (وبا)، سال 1841ع (1257هه) سبب ڪرنل آئوٽرام بيماريءَ جي موڪل تي مصر روانو ٿيو. ڪيپٽن ماءِ لين (Mylne) سندس جاءِ نشين بنيو. ربيع الثاني 1258هه (1842ع) ۾ حيدرآباد ۾ ڪالرا جي وبا پکڙي ۽ پوري سنڌ ۾ پهچي وئي. سڀ مير ۽ سندن خاندان حيدرآباد ڇڏي مختلف پاسن ڏي هليا ويا. البت مير حسين علي خان ۽ مير صوبدار خان ۽ سندن اولاد اگهاماڻي (اگهم ڪوٽ) طرف هليا ويا. هيءَ صورتحال ٽي مهينا جاري رهي، جنهن کانپوءِ مير صاحب حيدرآباد موٽي آيا.

سيپٽمبر 1842ع ۾ ڪلڪتي سرڪار، چارلس نيپيئر کي سنڌ ۾ ريزيڊنٽ مقرر ڪيو. جو پونا کان هلي اچي سنڌ پهتو. ڪراچيءَ کان حيدرآباد آگبوٽ ذريعي پهتو. حيدرآباد پهچڻ تي ميرن خاص درٻاري سندس استقبال لاءِ موڪليا. شام جو نيپيئر مير نصير خان سان ملڻ آيو. مير عباس علي ۽ ڪي ٻيا، نيپيئر جي آڌرڀاءَ لاءِ اڳتي وڌيا. جڏهن هو قلعي کي ويجهو پهچي رهيو هو. بعد ۾ هو مير صوبدار سان ملي ريزيڊنسيءَ موٽي آيو. ٽن ڏينهن کانپوءِ چارلس نيپيئر شڪار لاءِ نڪري ويو، جتي هن اڪثر مير ڏٺا. نائب ريزيڊنٽ ماءِ لين بدلي ٿيو ته، ان جي جاءِ تي ڪپتان اسٽينلي آيو. نيپيئر ڪيس ميرن سان نئين معاهدي لاءِ موڪليو. نئين معاهدي جا شرط هن ريت هئا:

(1) ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو سِڪو سنڌ ۾ چالو ٿيندو. ٽالپرن جي لاءِ انگريز نئون سڪو تيار ڪندا، جن تي هڪ پاسي کان راڻي وڪٽوريا جي تصوير هوندي.

(2) سنڌو درياهه جي ٻنهي ڪپن تي هڪ سئو گزن تائين، انگريزن کي ٻارڻ جي ڪاٺين وڍڻ جو حق هوندو.

*(3)* سهراباڻي سرڪار (خيرپور) سبزل ڪوٽ ۽ ڀنگ ٻاڙا پرڳڻا بهاولپور جي نواب جي حوالي ڪري، سکر، بکر ۽ پرپاسي وارا ٻيٽ، هڪدم انگريزن جي حوالي ڪيا وڃن.

ميرن هي شرط قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ان پسمنظر ۾ ڪيپٽن هڪدم آگبوٽ ذريعي بمبئيءَ لاءِ نڪري ويو. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 227- 228)*

انگريزن طاقت جي زور تي شاهه شجاع کي تخت تي ويهاريو هو. افغانن ۾ هن معاملي تي سخت ناراضپو هو. آخرڪار افغانن تنگ ٿي امير دوست محمد جي پٽ غازي اڪبر خان جي اڳواڻيءَ هيٺ، انگريزن خلاف آزاديءَ جو جهنڊو اُڀو ڪيو ۽ پوءِ ڪابل ۾ گوريلا جنگ شروع ڪئي. 27 جون 1839ع تي رنجيت سنگهه فوت ٿيو. ان ڪري به موجود حالتن تي خراب اثر پيو. شاهه شجاع جنهن کي خود انگريزن لاءِ نفرت هئي ۽ انگريزي ناٽي سان پيار هو اهو پنهنجين ڏيڍ سئو بيگمن سان بالاحصار قلعي ۾ عيش ۽ آرام سان رنگ رلين ۾ مصروف هو. جڏهن ته سر وليم مئڪناٽن ۽ اليگزينڊر برنس تلوار ۽ ڏوڪڙ جي زور تي پناڻن تي حڪم هلائي رهيا هئا. انگريز عملدارن پنهنجين بيگمن کي به ڪابل گهرايو ته. جيئن اتي جي ماحول، موسم ۽ ميون جا مزا وٺن. رات جو ڪابل ۾ محفلون ٿينديون هيون. جتي انگريزي بيگمات، انگريزي طرز جي ڪاڏي، ناچ ۽ موسيقيءَ مان لطف اندوز ٿينديون هيون. انگريزن کي هي ڄاڻ نه هئي ته جتي عياشيون ڪري رهيا آهن، اتي زمين جي هيٺان آتش فشان به ڌُکي رهيو آهي. آهستي آهستي ڪابل جو آسمان غبار آلوده بنجي ويو. ڪابل کي بولان لڪ ۽ خيبر لڪ ذريعي ٺيڪيدار سامان پهچائيندا هئا. تن سالن ڪانپوءِ مئڪناٽن اهي ڏوڪڙ بند ڪري ڇڏيا. گورنر جنرل لارڊ آڪلنڊ برطانوي سفير مقيم ڪابل کي خرچ گهٽائڻ لاءِ هدايت ڪري ڇڏي. ان پسمنظر ۾ ڪابل ۾ جنگ جا شعلا ڏسڻ ۾ اچڻ لڳا. ڪابل جو سڄو ڊرامو سر وليم مئڪناٽن رچايو هو سو آخرڪار بمبئيءَ جو گورنر مقرر ٿيو ۽ هن کي 20 نومبر 1841ع تي ڪيس بمبئي پهچڻ لاءِ ڪابل ڇڏڻو هو. لارڊ آڪلنڊ جو مدو به پورو ٿي رهيو هو پاڻ نئين گورنر جنرل جي اچڻ جي انتظار ۾ هو ان وقت ڪابل جي فضا جي تبديلين ۽ سياسي فضا جي ڦرڻ جا اطلاع اچي رهيا هئا. سلميٰ جي خوشنما پهاڙين ۽ ڪلڪتي جي فورٽ وليم قلعي جي ديوارن کان وٺي لنڊن جي ليڊن هال ۽ ڊائوننگ اسٽريٽ تائين ماتم جون صفون ڇانئجي ويون. *(جنت السند، ص 716-719)*

نومبر 1841ع تي پناڻ مجاهدن اليگزينڊر برنس کي سندس وچ بازار واري بنگلي ۾ ڪٺو ۽ خزانن کي به ڦريو. شاهه شجاع جي خزانچي ڪپتان جانسٽن کي قتل ڪري ٻه لک روپيه ڦري ورتا. انگريزي فوج جو ڪمانڊر انچيف جنرل ايلفنسٽن، حالتن کي ڏسي منجهي پيو. هن کي خبر نه ٿي پئي ته آخر ڇا ڪجي؟ افغانن هر طرف کان انگريزن ۽ شاهه شجاع کي گهيرو ڪيو. مجبور ٿي مئڪناٽن اڪبر خان سان ملڻ ويو ۽ هن کي ٽيهن لکن روپين ڏيڻ جي لالچ ڏيکاريائين، پر پنهنجي باڊي گارڊن سميت افغانن هٿان اُتي جو اُتي مارجي ويو. ميجر ايلڊرڊ پاٽنجر معرفت پوڙهي جنرل ايلفنسٽن 06 جنوري 1842ع تي اڪبر خان سان معاهدو ڪيو ته. انگريزي لشڪر کي هڪدم ڪابل ڇڏي وڃڻ جي اجازت ملي. اڪبر خان سندس شرط منظور ڪيا. ٻن پهرن جو سخت برفباريءَ جي منڊ ۾، 15 هزار انگريز ۽ ديسي سپاهي سامان کي ڇڏي ڇانوڻيءَ مان نڪري ڪابل کان نڪتا. مگر مشڪلاتون اچا وڌي رهيون هيون. ڪابل کان پنج ميل پري ٽي هزار سپاهي قتل ٿي ويا. اڪبر خان اچي انگريزن کي سوڙهو ڪيو ۽ ڪين جلال آباد تائين سلامتيءَ سان پهچائڻ لاءِ تسلي ڏنائين. شرط اهو رکيائين ته هو انگريزن جون بيگمون ۽ ٻار ٻچا ضمانت طور ڇڏي وڃي. ٻي واهه نه ڏسي انگريزن اهو شرط تسليم ڪيو. ليڊي مئڪناٽن، ليڊي رابرٽ سيل، ۽ نون ٻين عملدارن جون بيگمات پناڻن جي حوالي ڪيون ويون، جن مان ڪي حامله پڻ هيون. اٺن (8) بالا انگريز عملدارن کي به قابو ڪري، باقي لشڪر کي وڃڻ جي اجازت ملي وئي. ان وقت انگريزي لشڪر جو تعداد باقي وڃي 450 بچيو هو هاڻي جنرل ايلفنسٽن ۽ برگيڊيئر شيلٽن کي نظربند ڪيو ويو لشڪر ۾ فقط ويهه عملدار ۽ 45 سولُجر بچيا هئا، جي پڻ پوءِ مارجي ويا. پندرهن هزارن جي لشڪر مان فقط هڪ انگريزي ڊاڪٽر برائڊن سلامتيءَ سان جلال آباد پهتو. ان اهڙي ذليل شڪست ڪانپوءِ سمورو حال احوال انگريزن کي پهچايو. اڪبر خان ٽوٽل 94 بالا عملدار ۽ ارڙهن بيگمات، ٻارن ٻچن سميت اڪبر خان وٽ اجا نظربند هئا. هيءَ حالت انگريزن جي لاءِ باعث شرم ۽ بدناميءَ جو ڪارڻ بني. بدبخت شاهه شجاع به ان دوران انگريزن جي هوندي ڪابل ۾ قتل ٿي ويو.

لارڊ آڪلنڊ اعلان ڪيو ته هيءَ شڪست عارضي آهي. ڪمانڊر انچيف سر جئسپر نڪلس جي مرضي هئي ته، جنرل ناٽ ۽ جنرل رابرٽ سيل قنڌار ۽ جلال آباد مان سلامتيءَ سان نڪري اچن. انگريزن قلات تي قبضو ڪيو. تڏهن اتي جا براهوئي ۽ بلوچ سردار سخت ناراض ٿيا. 1841ع ۾ ڪپتان لي ميسوريئر سون مياڻيءَ کان وٺي قلات تائين سروي ڪرڻ تي مقرر ٿيو مختلف قبيلن جي سردارن بغاوت ڪئي. ليفٽيننٽ لوڊي قلات ۾ قتل ٿيو. مير نصير خان قلات جو حقيقي وارث گاديءَ تي ويٺو ملتان جو حاڪم ساونڻ مل به بروهين جي مدد ۾ هو. ميجر ڪلبرن ڪاهان تي ڪاهه ڪرڻ وقت دودا خان مريءَ جي هٿان مارجي ويو. مير نصير خان شهداداڻي (حيدرآباد) ۽ مير شير محمد خان ماڻڪاڻي (ميرپورخاص) به بلوچ سردارن سان تعلق ۾ هئا. دلچسپ ڳالهه هيءَ آهي ته انگريزن کي هنن رابطن جي خبر هئي. هندستان ۽ انگلنڊ ۾ انگريزن جي ڪابل جي بُري شڪست تي گهڻو بحث هلي رهيو هو. فيبروري 1842ع تي لارڊ آڪلنڊ ڪمپني سرڪار کي ٻن ڪروڙن جو قرضي بنائي، ولايت روانو ٿي ويو. لارڊ آڪلنڊ ڪانپوءِ ايلنبرو هندستان جو نئون گورنر جنرل مقرر ٿي آيو هو مسلمانن جو سخت ويري هو هن جي آڏو ٻه ڪم هئا: ڪابل جي ويڙهه کي ختم ڪرڻ ۽ انگريزن جي پيشانيءَ تان شڪست جو داغ مٽائڻ. *(جنت السند، ص 722-723)*

لارڊ آڪلنڊ ولايت وڃڻ کان اڳ، جنوري 1842ع ۾ ٽي هزار تازه دم فوج، جنرل بولڪ جي قيادت ۾، خيبر لڪ کان ڪابل ڏي روانو ڪري چڪو هو. 15 اپريل تي جنرل بولڪ جلال آباد پهتو اتي رابرٽ سيل قلعي کي مضبوطيءَ سان قابو ڪيو ويٺو هو. جنرل ناٽ جو قنڌار ۾ هو. تنهن ڏکڻ طرف کان ڪابل تي ڪاهه شروع ڪئي. 12 آڪٽوبر 1842ع

تي انگريزي لشڪر ٻن پاسن کان ڪابل تي ڪاهه شروع ڪئي. اڪبر خان شڪست ڪائي ڪابل انگريزن جي حوالي ڪيو. انگريزن انتقام ۾ اچي قنڌار، جلال آباد ۽ ڪابل جي وچ ۾ سيني باغن کي ڪپائي ناس ڪرائي ڇڏيو. هنن اورنگزيب جي ٺهرايل تاريخي ’چارچتہ‘ بازار کي بہ ويران ڪرائي ڇڏيو. ان بعد انگريز بيگمات ۽ ٻارن ٻچن کي آزاد ڪرائي، هندستان طرف روانا ٿيا. غزنيءَ ۾ محمود (غزنويءَ) جي مقبري جا در پٽرائي، مشهور ڪيائون تہ اهي اصل ۾ سومنات مندر جا دروازا آهن. امير دوست محمد کي ڪلڪتي مان آزاد ڪري، ان لاءِ ٻہ لک روپيا وظيفو مقرر ڪيو ويو. انگريزن اعلان ڪيو تہ اسان کي وڏيڪ ملڪن فتح ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي. مولائي شيدائي لکي ٿو تہ، هاڻي هندستان جي ’مرد بيمار‘ سنڌ جو وارو هو. *(جنت السنڌ، ص 723- 724)*

سنڌ جي حالت جنگ واري هئي. ان صورت ۾ بہ مير پاڻ ۾ ٺهڻ ۽ اتحاد ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا. خيرپور جو مير علي مراد خان، چارلس نيپيئر جي ڳجهي مدد سان وڏي ڀاءُ مير رستم خلاف محاذ کڙو ڪيو. مير رستم مجبور ٿي خيرپور ڇڏي ٽرجي پٽن ڏانهن هليو ويو. رستم خان ملڪيت جي ائين ورهاست ڪئي، جو ٻيا سڀ مير راضي هئا. البت مير علي مراد ان صورت ۾ پاڻ کي محفوظ رکڻ لاءِ سر چارلس نيپيئر جو پاسو ورتو. ان طرح حيدرآباد ۾ مير صوبدار خان ۽ ٻيا مير پاڻ ۾ نہ ٺهندا هئا. سال 1842ع (ذوالقعد 1258هہ) ۾ اڳيون ريزيڊنٽ ڪرنل آئوٽرام آگبوٽ ذريعي حيدرآباد پهتو. ميرن هن جي لاءِ بيشمار تحفا موڪليا، پر آئوٽرام نہ ورتا. البت مير صوبدار جا موڪليل تحفا قبول ڪري ورتا. هن عمل تي مير نصير خان کي سخت تڪليف ٿي. هن کي ڊپ ٿيو تہ خيرپور وارو تجربو نہ دهرائجي. ان ڪري مير صوبدار ۽ مير نصير خان ۾ دشمني وڌي وئي. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 228- 229)*

هلندڙ دور ۾ ٽالپرن ۽ چارلس نيپيئر کان وٺي اختلاف وڌندا ويا. ذي الحج 1258هہ (1842ع) ۾ مير نصير خان ۽ مير محمد حسن ۽ مير رستم جا پٽ ۽ پائٽيا (کهڙا مان) حيدرآباد پهتا. انهن حيدرآباد جي مير نصير خان کي منٿ ميڙ ڪئي تہ اهي مير رستم خان جي مدد ڪن. 02 محرم 1259هہ (1843ع) تي مير رستم خان پاڻ پٽن ۽ پائٽن سان حيدرآباد پهتو. مير صوبدار خان ۽ مير شهداد خان سندس استقبال لاءِ قلعي کان ٻاهر ٽائين ويا. ستت پوءِ مرزا خسرو بيگ، يوسف خذمتگذار ۽ غلام علي نظاماڻي، سفير ٿي نيپيئر ڏانهن ويا، جو سيوهڻ جي پرسان هو. (جنت السنڌ، ص 736، موجب چارلس نيپيئر، ان وقت پريا وٽ هو) انهن يعني سفيرن پيغام ڏنو تہ مير اوهان جي شرطن تي صلح ڪرڻ ۽ معاهدي ڪرڻ لاءِ تيار آهن، پر مير رستم خان کي پنهنجا حق ڏنا وڃن. خسرو بيگ همت سان نيپيئر کي ٻڌايو تہ، مير ۽ ٻيا بلوچ بزدل نہ آهن. سنڌ وٺڻ ايتري آسان ڪانهي جيتري اوهان سمجهو ٿا. بلوچن جون تلوارون اپيون آهن. هن سفيرن سان وڌيڪ ڳالهائڻ کان انڪار ڪيو ۽ چيو تہ، آءٌ بہ جنگ لاءِ تيار آهيان. ڏسون تہ تلوارون ڪيئن ٿيون اسان جي توپن جو مقابلو ڪن! وڌيڪ هي تہ ٻئي ڏينهن ڪرنل آئوٽرام حيدرآباد ايندو ۽ روبرو اچي ميرن سان گفتگو ڪندو. سال 1843ع (06 محرم 1259هہ) ۾ ڪرنل آئوٽرام، ليفٽيننٽ برائون، ۽ ڪي ٻيا عملدار 150 سپاهين سميت نئون آباد (حيدرآباد) پهتا، جتي انگريزن جي ڪيمپ ۽ ريزيڊنسي هئا. ٻئي ڏينهن ڪرنل آئوٽرام ۽ ٻيا عملدار، ميرن سان ملڻ لاءِ پهتا، جتي هو مير نصير خان سان مليا. ڏکهي بحث ڪانپوءِ ميرن واعدو ڪيو تہ، 10 محرم ڪانپوءِ هو نئين معاهدي تي دستخط ڪندا. 12 محرم تي آئوٽرام ۽ برائون وري مير نصير خان ڏانهن ويا. مير نصير خان چيو تہ سندس مهر محمد خان پٽ لقمان خان ۽ مير شهداد خان جي مهر مختيارڪار محمد خان لغاريءَ وٽ آهي. هن وقت اهي موجود نہ آهن. ورندڙ ڏينهن تي ايندا. ايندڙ رات تي غلام محمد ۽ يختيار خان لغاري، مير نصير کي سمجهايو تہ، هو نئين ناهہ تي دستخط نہ ڪري. مير غلام شاهہ شاهواڻي ۽ خان محمد ماڻڪاڻي، سنڌ جي حاڪم کي جنگ ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو. آخوند بچل ۽ نواب محمد خان ٽالپر، مير نصير خان کي صلح جو مشورو ڏيندي، جنگ نہ ڪرڻ جو مشورو ڏنو. پر مير نصير خان جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. ٻئي ڏينهن تي آئوٽرام کنهن عملدار ذريعي صلح جا ڪاغذ موڪليا، پر مير صاحب جي نائب غلام محمد لغاريءَ انگريز کان ڪاغذ ڦري ڦاڙي اڇلي ڇڏيا. عملدار مايوس ٿي آئوٽرام ڏانهن موٽي ويو. هن حالت ۾ مير شهداد خان خاموش رهيو. جڏهن تہ مير صوبدار خان ۽ مير محمد خان ٻٽي پاليسي اختيار ڪندي، ڪو بہ واضح پاسو نہ ورتو. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 229- 230)*

آخرڪار حالتون اهڙيون پيدا ٿيون جو، بلوچن مجبور ٿي حيدرآباد ۾ انگريزن جي ريزيڊنسيءَ تي حملو ڪيو. سر چارلس نيپيئر حيدرآباد ايندي رستي ۾، حيات خان مريءَ کي مارائي ڇڏيو. هن واقعي سبب بلوچن ۾ تاءُ پکڙجي ويو. اٽڪل روءِ 15 هزار بلوچ حيدرآباد ۾ گڏ ٿي ويا. 15 فيبروري 1843ع تي هزارين بلوچن جي هجوم انگريزي ريزيڊنسيءَ تي ڪاهہ ڪئي. آئوٽرام انگريزن جي بندوقن جي سايي هيٺ، ريزيڊنسي ڇڏي درياهہ ڏانهن ڀڄي وڃي آگبوٽ ۾ ويٺو ۽ آگبوٽ ذريعي في الحال فسادي ايراضيءَ مان نڪري جان بچائڻ ۾ سوڀارو ٿيو. مير نصير خان جو ايراني بورچي، مشهدي، جو گولا اندازيءَ ڪري مشهور هو، ان بہ آگبوت مٿان توبزني شروع ڪئي، مگر ريزيڊنٽ عملي سوڍو سلامتيءَ سان نڪري ويو. *(جنت السنڌ، ص 737)*

جيئن ئي نيپيئر کي ريزيڊنسيءَ تي حملي جو اطلاع مليو، تيئن ئي رات جو انگريزي فوج هالا مان رواني ٿي ۽ حيدرآباد طرف وڌڻ لڳي. شام جو اطلاع مليو تہ انگريزي لشڪر مٽياريءَ پهتو آهي ۽ صبح جو سوير حيدرآباد لاءِ روانو ٿيندو. لشڪر ۾ 5000 فوجي ۽ 12 توبون شامل آهن. اهو ٻڌڻ شرط مير نصير خان، غلام محمد، يختيار خان لغاري ۽ غلام شاهہ توڙي جان محمد ٽالپر کي جنگ جي تياريءَ جو حڪم ڏنو. اهي بلوچن جا ليڊر هئا ۽ جنگ جا حامي هئا. ڪين چيو ويو تہ دشمن تي نظر رکن ۽ خبرچار وٺندا رهن. اهي خبرون ٻڌي ٻروچن جا ڦهہ ڍرا ٿيڻ لڳا ۽ ڪلم ڪلا اڳتي وڌڻ کان انڪاري ٿيا. مير نصير خان هن صورتحال

تي پشيمان ٿيو ته، هن ڪهڙن ٻهروپين جي چوڻ تي عمل ڪيو آهي. هنن بلوچن بابت مير نصير خان چيو، ”مون سان اهو ڪم ڪيو آهي، جو امام حسين سان ڪوفين ڪيو هو“ سڄي رات ان بحث ۾ گذري ته، حالتن کي ڪيئن پوئتي موٽائجي ۽ ايندڙ مصيبت کان بچجي. سڄ اڀريو ته مير نصير خان جنگ لاءِ تيار ٿيو ۽ هٿيار ساڻ ڪري، پنهنجن ماڻهن کي به تيار ڪيائين. سندس پوئلڳيءَ ۾ مير شهداد خان، مير حسين علي خان، مير رستم خان ۽ ٻيا بلوچ به تيار ٿيا. 17000 لشڪر ۽ 11 توبن سان مير پراڻي ڦليليءَ طرف وڌيا، جتي صف بندي ڪري جنگ جي تياري ڪيائون. جلد ئي خابرو اطلاع ڏنو ته انگريزي فوج ويجهوئي ويڙهه لاءِ تيار آهي. ان ريت بلوچي توبن جا منهن کلي ويا ۽ انگريزن طرف بمباري شروع ٿي. ان مهل تي انگريزي عملدار، جي تيز گهوڙن تي سوار هئا، بلوچ لشڪر جي نگراني ڪندي، وچي پنهنجي مکيه فوج سان مليا. انگريزن به هاڻي جواب ڏيڻ شروع ڪيو ۽ بندوقن ۽ توبن جا منهن کلي ويا. عام جنگ شروع ٿي وئي، جا گهڻو وقت نه هلي. مختصر جنگ ڪانپوءِ بلوچ ميدان ڇڏي اچي حيدرآباد جي قلعي ۾ يا شهر ۾ پهتا. هيءَ جنگ 17 فيبروري 1843ع تي ٿي. قليچ بيگ موجب جمعي جي ڏينهن 17 محرم 1259هه تي، هيءَ تاريخي جنگ ٿي، جنهن سنڌ جي تاريخ جي ڌارا ئي تبديل ڪري ڇڏي. ٻن پهرن جو جمعي جي نماز مهل، مير حسين علي خان پهريون ماڻهو هو، جو پڇجي اچي قلعي ۾ پهتو. ڪلاڪ پوءِ مير نصير خان، مير شهداد خان ۽ خيرپور جا مير به موٽي آيا.
*(اي هسٽري آف سنڌ، ص 232)*

مولائي شيدائيءَ ’مياڻيءَ جي جنگ‘ بابت ڪجهه مختلف ۽ تفصيل سان لکيو آهي. سندس لکت مان ڪي اهم ڳالهيون هن ريت آهن: نيپيئر وٽ 28 سئو سپاهي ۽ 12 توبون هيون. بلوچي لشڪر ۾ 22 هزار ويڙهاڪ ۽ 15 عدد توبون هيون. سنڌ جي فوج ڦليليءَ جي ڪپ تي مياڻيءَ وٽ گڏ ٿيڻ لڳي، پر ايڏي لشڪر کي گولي بارود پهچائڻ جو ڪو مناسب بندوبست نه هو. دشمن جي لشڪر ۾ بمبئي، پونا ۽ مدراس جا ديسي سپاهي هئا. سر چارلس نيپيئر انگريزي فوج جو ڪمانڊر انچيف هو. هن جي ماتحت ڪپتان جان جيڪب، ڪپتان هٽ، ميجر جڪسن، ليفٽيننٽ ويڊنگٽن، ميجر پيني فادر، ليفٽيننٽ مئڪمردو، ميجر وائلي، ڪپتان ٽڪر، ليفٽيننٽ ڪرنل پٽل، ميجر ستوري، ڪپتان ٽامس، ميجر مئڪوزسن، ڪپتان ويمس، ڪپتان ڪوڪسن، ليفٽيننٽ مارسٽن، ڪپتان گئرٽ، وغيره عملدار هئا. مير نصير خان ڪلمتين جي سردار ملڪ ابراهيم خان کي پيغام موڪليو ته، نومڙين ۽ جوکين جي سردار سان گڏ انگريزن سان جنگ ڪن. نومڙيا ۽ جوکيا ڪن لاٽار ڪري ويا ته، ڪلمتي به گهر ٿي ويا. ٽالپري لشڪر ۾ شهداڻي، چاڪراڻي، خاناڻي ٽالپر هئا. مانڪاڻي موقعي تي غير حاضر هئا. بلوچي قبيلن مان: نظاماڻي، باگراڻي، مري، جمالي، چانگ، گوپانگ، جتوئي، رند، لاساري، پرهڙي ۽ چلگري موجود هئا. کوکر، کٽياڻ، سومرا ۽ خاصخيلي (غير بلوچي) به لشڪر ۾ موجود هئا. سنڌ جا ڪي سادات به جنگ ۾ شريڪ رهيا. ميرجان محمد خان خاناڻي لشڪر جو سپهه سالار هو. هن جي ماتحت ميرغلام شاهه شاهواڻي، سيد عبدالله، ابراهيم خان، نواب احمد خان لغاري، غلام محمد خان لغاري، بختيار خان، بهاول خان رند، مورو خان چانگ، ۽ سيد فتح محمد شاهه لڪياري فوجي سردار هئا. ميرغلام شاهه نائب سپهه سالار هو. ٽالپري توبخاني مٿان هوش محمد قنبراڻي حبشي، مشهدي ايراني ۽ مسٽر هاويل (انگريز) نگراني ڪرڻ تي مقرر هئا. ميرن جي ڀيٽ ۾ انگريزي توبخانو جديد ترين هو. انگريزي لشڪر باقاعدي تربيت يافته هو. ٽالپرن جو لشڪر ڇڙوڇڙ ۽ غير تربيت يافته هو. انگريزي لشڪر سان ملم پٽيءَ لاءِ ڊاڪٽرن جو عملو هو ۽ فوج لاءِ خندقن جوڙڻ ۽ گولي بارود پهچائڻ لاءِ، سفرمين جو باقاعدي دستو موجود هو. ٻنهي فوجن وچ ۾ فقط هڪ سئو گزن جو مفاصلو هو. مير نصير خان کي زرهه پاتل هئي. سندس ساڄي ۽ کاٻي پاسي کان مير رستم خان، مير حسين علي خان، ۽ مير شهداد خان همراهه هئا. انهن جي فوج جي بچاءَ لاءِ ڦليليءَ جي ٻنهي ڪپن تي گهاٽا جهنگ هئا. ان وقت ڦليليءَ جو پيٽ سُڪل ۽ ڪشادو هو. چانڊين جو سردار ڏهه هزار لشڪر سان ڪجهه مفاصلي تي انگريزن کي مدد ڏيڻ جي ارادي سان تيار بيٺل هو. *(جنت السنڌ، ص 737- 739)*

17 فيبروري 1843ع جي صبح جو سوير، جنگ جو طبل وڳو. ابتدا ۾ انگريزي لشڪر جو هڪڙو دستو ميدان ۾ آيو، ته جيئن جهنگ ۾ لڪل ٽالپري لشڪر نڪري نروار ٿئي. توبن ۽ بندوقن جي ڇٽڻ سان بلوچن، انگريزن جو مقابلو شروع ٿيو. شروع ۾ ميرجان محمد خان اهڙي ڏاهپ ۽ ذهانت سان وڙهيو، جو چارلس نيپيئر کي شڪست جي پڪ ٿي وئي. انگريزي سوار دستن کاٻي ۽ ساڄي کان حملا شروع ڪيا. ميرجان محمد همت سان وڙهندي شهيد ٿي ويو. مير غلام شاهه فوج جون واڳون سنڀالي ورتيون. جان جيڪب هڪ هزار سوارن سان ڦليليءَ جي پيٽ تي ڪاهي آيو ۽ هڪدم وڏي عياري ڪري موٽ کائي ڀڳو. ٽالپرن سمجهيو ته انگريزن شڪست کاڌي آهي، ان ڪري صِفون ٽوڙي بي قابو ٿي انگريزن جي پٺيان ڌوڪيندا ڦليليءَ جي ڪناري وارو بند ٽپي ويا. لڪل انگريزن جي فوج جو دستو ظاهر ٿيو ۽ ٽالپرن جي لشڪر تي لاڳيتو ٽي ڪلاڪ گولن جي برسات وسندي رهي. زبردست لڙائي هلندي هڪڙو گولو ٽالپرن جي بارودخاني کي لڳو، جنهنڪري سمورو بارود سڙي ويو. ٻن پهرن ڪانپوءِ ٽالپري فوج ۾ ڀاڄ پئي. پهريائين لغاري ڀڳا. پوءِ نوڙها ڀڳا. بعد ۾ بهاول خان رِند ميدان ڇڏي ڀڳو. هن جي پٺيان نواب احمد خان لغاري، ميرجي خذمتگذار سومار کان جهنڊو کسي ميدان مان نڪري هليو ويو. مير نصير خان ۽ مير شهداد خان جي مرضي هئي ته آخري گهڙيءَ تائين جنگ ڪجي. پر ٿيو ائين ته لشڪرن جا لشڪر ميدان ڇڏي ڀڄڻ لڳا. سواءِ حڪم ملڻ جي چار هزار دستا ميدان ڇڏي ويا. توپ جي گولي لڳڻ جي ڪري مير جو خذمتگذار سليمان شهيد ٿي ويو. سنڌ جو لشڪر انگريزن جي گهيري ۾ هو. چانگ، گوپانگ، مري ۽ نظاماڻي اڃا وڙهي رهيا هئا. ميرن جي توبچيءَ هاويل




نمڪ حرامي ڪري ٽالپرن جو توبخانو انگريزن جي حوالي ڪري ڇڏيو. سر چارلس نيپيئر ذري گهٽ مارجڻ تي هو ته، ليفٽيننٽ مارسٽن تڪڙ ۾ ڪيس بچائي ورتو. پڇاڙيءَ ۾ مير حسين علي خان به ميدان ڇڏي پٺي ويو. حالتن جو رخ ڏسي ٽالپر خاندان جو آخري تاجدار مير نصير خان 1200 سوارن جي حفاظت ۾ ميدان مان نڪري، قلعي ۾ سلامتيءَ سان پهچي ويو. *(جنت السنڌ، ص 739- 741)*

ٽن ڪلاڪن جي دوبدو ۽ خونريز جنگ ۾، انگريزن جا فقط 27 سپاهي مارجي ويا ۽ زخمي ٿيا. انهن جي عملدارن مان ميجر ٽيزڊل، ميجر جئڪسن، ڪپتان ميڊي، ڪپتان ٽيو، ڪپتان ڪوڪسن ۽ ليفٽيننٽ ووڊ مارجي ويا. ليفٽيننٽ پيني فادر، ميجر وئلي، ڪپتان ٽڪر، ڪپتان ڪانوي، ليفٽيننٽ هارڊنگ ۽ فيري زخمي ٿيا. اٽڪل ويهه انگريزي عملدار جنگ ۾ مارجي ويا، جن مان چار ميداني پيدل فوج جا آفيسر هئا. ٽالپري لشڪر مان اٽڪل روءِ 05 هزار جوان مارجي ويا. مير جان محمد خان، طلا خان نظاماڻي، غلام حسين خان، عبدالله خان، علي بخش خان، گوهر خان حاجي زئي، نصير خان چانگ، مير غلام شاهه، مير مبارڪ خان بهاراڻي ۽ ڪيئي ٻيا جوان مرد، ٽالپرن جي پاران وڙهندي مارجي ويا. هڪ بلوچ ۽ هڪ آئرش دوبدو وڙهندي، هڪ ٻئي جي خنجر سان مارجي ويا. ٻنهي جا لاش گڏ پيل ڏٺا ويا.

ميجر سي. واڊنگٽن انگريزي لشڪر جي ڪمانڊنگ انجنير طرفان تيار ڪيل، مياڻيءَ جي جنگ جو نقشو، جيڪا 17- فيبروري 1843ع تي، سنڌ جي ميرن جي بلوچ لشڪر ۽ ميجر جنرل، سر چارلس نيپئر جي ڪمان هيٺ انگريزي لشڪر جي وچ ۾ لڳي.

چون ٿا ته جنگ جي ٻئي ڏينهن ڏهه هزار بلوچي لشڪر ٻيهر ميدان ۾ گڏ ٿيو. وڌيڪ ڏهه هزار ماڻهو آسپاس جي ڳوٺن ۾ موجود هئا. مگر جنهن صورت ۾ ميرن انهن جي رهنمائي نه ڪئي، تنهنڪري هو موٽي هليا ويا. مياڻيءَ جي جنگ فقط ٽي ڪلاڪ هلي، پر ان جو شمار هندستان جي فيصلي ڪن خونريز جنگين ۾ ٿئي ٿو جنرل نيپيئر ڦرلٽ جو مال هٿ ڪرڻ ڪانپوءِ، اتي اچي ڪيمپ هنئي، جتي ٽالپرن جي ڪيمپ هئي. خوب تلاشي ورتي وئي ته متان ڪي ميرن جا ماڻهو هتي لڪل هجن. پر اتي ڪو به نه هو. ورنڌڙ رات تي منشي آوتراءِ هٿان، لِڪِ لِڪِ ۾ مير صوبدار خان، جنرل لاءِ مٺائيءَ جا ٿالهه موڪليا، پر آوتراءِ کي اهي پيش ڪرڻ ۾ ڪاميابي نه ٿي. هن جو خيال هو ته جيئن خيرپور جي مير علي مراد، انگريزن کي ويجهو ٿي فائدو ورتو آهي، آءٌ به انگريزن مان فائدو وٺان. حيدرآباد جي شهر ۾ خوف جو ماحول هو ان ڪري عام ڀاڄ پئي ۽ ماڻهو پنهنجيون قيمتي شيون ۽ ڏوڪڙ پئسو ڪڍي شهر ڇڏي ويا. ٻئي ڏينهن تي صبح جو سج جي روشنيءَ ۾، منشي آوتراءِ ۽ موسيٰ آرمينائيءَ کي، مير صوبدار کي موڪليو ته هو (صوبدار) جنرل سان ملڻ چاهي ٿو جنرل جو پيغام هو ته سڀ کان اول،

مير نصير خان، مير شهداد خان ۽ حسين علي خان اچي پيش پون. ٻيءَ صورت ۾ توبن جي ذريعي قلعي کي اڏائي ڇڏيندس ۽ جيڪو به نقصان ٿيو، ان جي ذميداري ميرن تي هوندي. مير صوبدار خان ٻن ماڻهن کي موڪليو ته وڃي مير نصير خان کي پيغام پهچائين. مير لاءِ ٻيو ڪو رستو نه هو ٻن پائنين ۽ ستن اٺن ماڻهن کي وٺي، مير صاحب انگريزن جي ڪيمپ پهتو هي ماڻهو ويجهو پهتا ته ڪرنل آئوٽرام، انهن (ميرن) جي آجيان ڪئي ۽ کين پنهنجي ڪيمپ ۾ وٺي آيو. ڪجهه منٽن کانپوءِ جنرل نيپيئر پاڻ ۽ ڪرنل پاٽل (Pattle) ساڳي ڪيمپ ۾ داخل ٿيا. ميرن چيلهه ۾ ٻڌل تلوارون کولي جنرل جي آڏو پيش ڪيون. جنرل اهي وصول ڪري ٻيهر تلوارون ميرن جي چيلهه سان ٻڌي ورتيون. جنرل چيو ته هو سموري صورتحال ڪلڪتي گورنر جنرل کي موڪلي رهيو آهي، پوءِ جهڙيون هدايتون اتان (ڪلڪتو) موصول ٿيون، انهن تي عمل ڪيو ويندو. ايسين اوهان انڊس جي ڪناري تي قائم ڪيمپ ۾ رهي پئو. جيئن ته مير حسين علي خان گهٽو ننڍو هو، ان ڪري آئوٽرام جي سفارش تي، کيس قلعي ۾ واپس وڃڻ جي اجازت ملي. ٻئي ڏينهن تي جنرل پنهنجي فوج کي انگريزي ريزيڊنسيءَ (نئون آباد) ڏانهن روانو ڪيو. ٻن نظربند ميرن کي هڪ باغ ۾ رکيو ويو ۽ ليفٽيننٽ جانسن کي سندن نظرداريءَ تي مقرر ڪيو ويو. جنرل جي سيڪريٽري ليفٽيننٽ براؤن کي ته چيو ويو ميرن جو خاص خيال رکي ۽ انهن جي هر ضرورت پوري ڪري. *(اي هسٽري آف سنڌ، 233-234)*

ان کانپوءِ انگريزن قلعي ۽ شهر جي انتظام وٺڻ جو ارادو ڪيو. 21 تاريخ (فبروري) ڪپتان پيلي (Pelly) ميرن کي اطلاع ڏنو ته ڪجهه آفيسر، ڏينهن جو قلعي کي ڏسندا ۽ مکيه برج تي انگريزي جهنڊو ڦڙڪائيندا. ٻن پهرن جو ٻي بجي ڏاري ڪرنل پاٽل، ٻن فوجي ڪمپنين ۽ ٻن توبن سان گڏ قلعي ۾ داخل ٿيا. ساڳئي وقت جيڪب جو گهوڙو، پروٽوڪول طور شهر ۾ داخل ٿيو ته جيئن شهر ۾ امن امان قائم رکي سگهجي. ليفٽيننٽ مولسن ڪوٽوال جي دفتر تي قبضو ڪري، ميرن جا عملدار هٽائي شهر جون واڳون ورتيون. ڪرنل پاٽل سڀ کان اول، مير صوبدار خان جي بنگلي ۾ داخل ٿيو بعد ۾ قلعي جي ٽاور تي وڃي برطانوي جهنڊو ڦڙڪايو. هاڻي هن خزانن ۽ قلعي جون چابيون طلب ڪيون. هڪ محافظ دروزان کي اڳ ۾ ئي پنهنجي قبضي ۾ وٺي ڇڏيو هو ان سان گڏ خارجي رابطن کي به (ميرن لاءِ) ختم ڪيو ويو هو ٽن ڏينهن ۾ ڪرنل مئڪفرسن ۽ ٻن ٻين عملدارن، ميرن جي خزانن کي هٽ ڪيو اهي ظاهر هئا يا لڪل. سڀني ميرن ۾، مير نصير خان وٽ گهٽو ناڻو هو جنهن کي ڪيڏڻ يا ٻاهر منتقل ڪرڻ جو موقعو به نه مليو هو ٻين ميرن جا خزانا اجا الڳ هئا. 26 تاريخ تي ڪپتان براؤن مير محمد خان کي هاٿيءَ تي کنيو ۽ ان کي ڪيمپ ۾ ٻين ميرن وٽ پهچايو پهرين صفر (1259هه) برابر مارچ 1843ع تي، قلعي مان مير صوبدار خان کي به پالڪيءَ ۾ وجهي، قلعي کان ٻاهر ڪيڍيو ويو. هاڻي قلعي ۾ صرف ننڍا مير وڃي بچيا هئا. ٽي ڏينهن پوءِ ڪرنل پاٽل جي جاءِ تي، ميجر رائٽ (Wright) کي مقرر ڪيو ويو جنهن جو تعلق بمبئي انفينٽريءَ سان هو *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 234- 235)*

مرزا قليچ بيگ جي پيٽ ۾ قلعي جي ڦرلٽ بابت، مولائي شيدائي مفصل طرح سان ۽ ڪي قدر نرالو بيان پيش ڪيو آهي. هو لکي ٿو ته، چارلس نيپيئر ٻن ريجمينٽن سان قلعي ۾ وارد ٿيو هن شروع ۾ برطانوي جهنڊي کي ڦڙڪايو ۽ پوءِ شاهي خزانا لٽڻ شروع ڪيا. فرنگي عملدار مير ڪرم علي خان جي حويليءَ ۾ گهڙيا ۽ وفادار وزير خسرو بيگ سان بدسلوڪي ڪئي. حرم جي بيگمن، انگريزن جي فرعونيت ڏسي، نيپيئر کي چوائي موڪليو ته، کين ٽن ڪپڙن ۾ قلعي ڇڏڻ جي اجازت ڏني وڃي، پر هن انڪار ڪيو ۽ منشي علي اڪبر سان حويليءَ ۾ داخل ٿيو جيڪي به سون ۽ چانديءَ جا برتن، زر ۽ زيور کين هٿ لڳا، سي لٽيا ويا. بيگمن جا زيور زبردستيءَ بدن تان لاٿا ويا. 15 لکن روپين جو مال مير ڪرم عليءَ جي حويليءَ مان لٽيو ويو. بيگمن حويلي ڇڏي پنج ميل پنڌ ڪري هڪ ڳوٺ ۾ وڃي پناهه ورتي. پوءِ مير نور محمد جي حويلي لٽي وئي. لٽجڻ کانپوءِ شاهي عورتن ساڳئي ڳوٺ [ڪٽڙ] ۾ وڃي پناهه ورتي. 22 فيبروريءَ تي مير محمد خان کي قلعي کان ٻاهر ڪڍي، ٻين ميرن سان نظربند رکيو ويو. سندس حويليءَ کي به لٽيو ويو. صوبدار خان کي ڇڳو مڙس ٺيڻ جو شوق هو ان جي زالن جا زيور به لهرايا ويا. سندس پٽ شهزادي فتح عليءَ جي هٿن ۾ ٻه قيمتي ڪنگڻ هئا، سي به لهرايا ويا. حرم جي عورتن جي قلعي ڇڏڻ مهل، هڪ عورت جي چيلهه سان ڪي روپيا ٻڌل هئا. اهي اتفاق سان نڪرڻ مهل قلعي جي دروازي تي ڪري پيا. هڪدم کيس گرفتار ڪري فوجين سندس ڪمربند کي ڪپيو. پوءِ هر هڪ عورت کي ڏار ڏار ڪري، سندن نڪن، ڪنن ۽ ٻانهن مان زيور لاٿا ويا. ڪنهن به غير انگريز کي ڪوٽ اندر اچڻ جي اجازت نه هئي. مير نصير خان ۽ مير نور محمد خان جا ديرا اجا اندر هئا. مير نصير خان جا پٽ مير حسن علي خان ۽ مير عباس علي خان پاڻيءَ جي ڦڙي لاءِ محتاج هئا. عورتن حويلين جا دروازا ڏپ مان بند ڪري ڇڏيا هئا، فوجين اهي دروازا لتون هڻي ڀڳا ۽ اندر گهڙي بيگمن جا زيور ڦري ورتا. بلڪ ائين به چيو وڃي ٿو ته سپاهين، عورتن جي جسم تي پهريل ريشمي وڳا به تبديل ڪرائي ڪٽي ورتا. مير نور محمد جي بيگم ٻانهيءَ کي وڳو ڏنو ته بازار ۾ وڪڻي ڪاڏو خريد ڪري اچي. دروازي تي بيٺل منشي محمد حسين، عورت کي مار ڏئي ڪپڙا ڦري ورتا. بعد ۾ عورتن جي تلاشيءَ لاءِ، ٻه عورتون قلعي تي بيهاري ڇڏيون. جنرل جي حڪم سان ٻارڙن لاءِ، پاڻيءَ جي ڪَلي اندر پهچائي وئي، پر پاڻي ناڪافي هو. خسرو بيگ جي حويليءَ کي به لٽيو ويو مٿس الزام هو ته خسرو بيگ ڪپتان مئڪفرسن کي سامهون ٿيو هو. سابق وزير کي ايترو ته ڪُٽيو ۽ ماريو ويو، جو هو بي هوش ٿي ويو. هوش ۾ آيو ته جنرل، خسرو بيگ کي حلوئي جي ٿالهي پيش ڪئي. خسرو جواب ڏنو ته، دنياوي حلووي ڪان مون لاءِ روحاني حلوو بهترين غذا آهي. پوءِ مرزا خسرو بيگ کي رسين ۾ ٻڌي، مير ڪرم علي خان جي ڳجهن خزانن بابت پڇيو ويو. جيتوڻيڪ

ڪيس ان بابت ڄاڻ نہ هئي. زيورن ۽ جواهرات کان سواءِ، فرنگين کي قلعي جي ڦرلٽ مان ڏهہ لک پائونڊن جو خزانو هٿ لڳو. چارلس نيپيئر کي ستر هزار پائونڊ حصي ۾ مليا. ائين قلعي جو صفايو ڪري، انگريزن حيدرآباد تي قبضو ڪري، شهدادائي ٽالپرن جي راڄ جو خاتمو ڪيو. (جنت السنڌ، ص 743- 745)

مياڻيءَ جي جنگ کانپوءِ دُبي جي جنگ ٿي، جيڪا مير شير محمد ماڻڪاڻي (ميرپورخاص)، ۽ سر چارلس نيپيئر جي وچ ۾ ٿيڻي هئي. 22 صفر 1259هہ (1843ع) تي مير شير محمد خلاف مارچ جو حڪم ڏنو ويو. ان ڏينهن سخت بارش جي ڪري لشڪر جي چرپر نہ ٿي سگهي. ٻئي ڏينهن فوج کي حيدرآباد کان اوڀر طرف چار ميل پري، هڪ جاءِ 'دبي' وٽ پهچڻ جو حڪم ڏنو ويو. هتي ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ سخت جنگ لڳي، جنهن ۾ مير شير محمد هارايو ۽ چارلس نيپيئر ڪٽيو. هوش محمد شيدي، جيڪو شروع ۾ مير صوبدار جو خاص ماڻهو هو، اهو هن جنگ ۾ ٻي جگريءَ سان وڙهيو ۽ جنگ وڙهندي شهيد ٿيو. مير شير محمد ميرپورخاص ڏانهن هليو ويو ۽ جنرل نيپيئر سندس پيڇو ڪيو. ميرپور پهچڻ سان مير شير محمد تڪڙ ۾ ضروري سامان کڻي، پنجاب ڏانهن روانو ٿي ويو تہ جيئن اتي جي سک حڪمران شير سنگهہ کان مدد وٺي سگهي. مير شير محمد پهريان سيوهڻ پهتو پناهہ لاءِ ڪاهي ڪٽايائين. درياهہ واري پاسي کي ڇڏي ڏنائين. ڪيمپ ۾ رکيل سامان جي حفاظت لاءِ پنهنجي ڀاءُ شاهہ محمد کي مقرر ڪيائين. ڪرنل رائٽ (Wright) سيوهڻ ۾ هو. ان مير شير محمد تي حملو ڪيو. ميرن جا چار هزار ڪن ماڻهو ڀڄي نڪتا، البت مير شاهہ محمد کي گرفتار ڪيو ويو. ڪرنل رائٽ بنا دير جي کيس حيدرآباد موڪليو. جيڪي مير قابو ڪيا ويا هئا، ڪين ڪيمپ مان ڪڍي، درياهہ ۾ بيٺل آگبوٽ ۾ منتقل ڪيو ويو. پوءِ آگبوٽ کي وچ درياهہ ڏانهن روانو ڪري لنگر انداز ڪيو ويو. اهو ايسين وچ درياهہ ۾ رهيو، جيسين نيپيئر سمورو ملڪ دبي کان ڪري عمرڪوٽ ۽ حيدرآباد تائين، مڪمل طرح پنهنجي قبضي ۾ آندو. فاتح سنڌ پوءِ وري ميرن کي زميني ڪيمپ تي رهائڻ جو حڪم ڏنو. مرزا قليچ بيگ موجب ڪورٽ مارشل ذريعي ٽن ماڻهن کي ڦاهيون ڏنيون ويون. مٿن قتل جو الزام هو. محمد پٽ ڏتو هڪ پارسيءَ جي قتل ۾ ملوث پاتو ويو. جڏهن تہ ٻہ بلوچ ڪپتان اِنس (Ennis) جي خون ۾ جوابدار هئا. چارلس نيپيئر موجب هي قتل مير شهداد خان جي اشاري تي ٿيا هئا. پهرئين کي قلعي جي دروازي تي ۽ باقي ٻن ٻين کي قلعي کان پري پهاڙيءَ وٽ ڦاهي ڏني وئي. (اي هسٽري آف سنڌ، ص 235- 236)

عام طرح سنڌ جي تاريخن ۾، مياڻي ۽ دبي جي جنگ جو ذڪر ٿيندو رهيو آهي، پر ڪجهہ ڪتابن ۾ عمرڪوٽ ۽ شهدادڪوٽ جي معرڪن جو بہ ذڪر ٿيو آهي. دبي جي جنگ ۾ شڪست کائي، مير شير محمد ميرپورخاص ڏانهن ڀڳو ۽ لشڪر گڏ ڪرڻ لڳو. رعيت بہ بدليل حالتن کي ڏسي، ميرن بجاءِ انگريزن ڏانهن تعلق جو هٿ وڌايو. رعيت جو موڊ ڏسي نيپيئر جي دل وڌي. هو ڏانهن مير شير محمد حالتن کي ڏسي، ميرپور ڇڏي عمرڪوٽ پهتو. هتي ڌرين ۾ هڪ هفتو مقابلو هليو ۽ پوءِ مير صاحب اٽڪل سان ٿر ڏانهن نڪري ويو. انگريزن عمرڪوٽ تي بہ پنهنجو جهنڊو چاڙهيو. مير شير محمد کي قابو ڪرڻ لاءِ، نيپيئر ڪرنل رابرٽ کي سيوهڻ پهچڻ جو حڪم ڏنو. ٻئي هڪڙي عملدار کي روهڙيءَ روانو ڪيو ويو. نيپيئر کي جاسوسن رپورٽ ڏني تہ مير شير محمد وٽ اجا ڏهہ هزار لشڪر آهي، پر حقيقت ۾ هن وٽ چار هزار لشڪر ۽ 03 توبون هيون. خبر ملي تہ مير شير محمد هالا جي آسپاس موجود آهي. جيڪب کي ڪجهہ فوجين ۽ ٻن توبن سان مير شير محمد جي پيڇي ۾ روانو ڪيو ويو. 14 جون 1843ع تي هڪڙي واهہ جي ڪپ تي، مير شير محمد خان آخري مقابلو ڪيو پر پوءِ هوا جو بدليل رخ ڏسي، نواب احمد خان لغاريءَ سان گڏ مختلف ڳوٺن کان ٿيندو پنجاب ڏانهن هليو ويو. مولائي شيدائي ٻن آخري معرڪن بابت لکيو آهي تہ اهي عمرڪوٽ ۽ شهدادڪوٽ ۾ ٿيا. (جنت السنڌ، ص 747- 749) پر اندازو آهي تہ هالا جي آسپاس ٿيل معرڪو، موجوده شهر شهدادپور جي پرسان ٿيو هوندو. ورنہ بيان ڪيل مواد جو شهدادڪوٽ سان ڪو تعلق نہ ٿو ڏسجي.

شهدادائي ٽالپرن جي پڇاڙي ائين ٿي تہ، مکيہ مکيہ ميرن کي بمبئي ۽ پونا موڪليو ويو. 9 ربيع الاول 1259هہ تي گورنر جنرل جو حڪم پهتو تہ، انهن رياستي قيدين کي بمبئيءَ موڪليو وڃي. ميرن کي اهڙو اطلاع ڏنو ويو تہ جيئن اهي گهربل تياري ڪري سگهن ۽ انهن ماڻهن جي لسٽ بہ ڏين، جن کي هو پاڻ سان وٺي هلڻ چاهين ٿا. ڪين هي بہ چيو ويو تہ پنهنجن حرمن (زالن) کي قلعو خالي ڪري، ڪنهن ٻيءَ جاءِ تي رهڻ لاءِ پيغام موڪلين. ٻن ڏينهن اندر بيگمات ڦليليءَ جي اولهہ واري ڪناري تي، ٽنڊي يوسف ۾ رهائش اختيار ڪئي. 14 ربيع الاول تي ڪپتان براڪون ويهن سپاهين سان، جن جو تعلق بنگال ريجمينٽ سان هو، مير نصير خان ٽالپر جي نوجوان پٽن: مير حسن علي خان ۽ مير عباس علي خان کي پاڻ سان وٺي ويو. پوءِ مير صوبدار جي پٽن: مير فتح علي خان ۽ مير محمد علي خان کي قيديءَ طور انگريزي ڪيمپ ۾ پهچايو ويو. ٻئي ڏينهن تي ننڍا مير، پنهنجن عزيزن وڏن ميرن سان گڏ، آگبوٽ ذريعي بمبئيءَ موڪليا ويا. مير نصير خان، مير محمد خان، مير صوبدار خان ۽ مير شهداد خان کي بہ بمبئيءَ موڪليو ويو. 23 ربيع الاول 1259هہ (اپريل 1843ع) تي قلعي کان درياهہ تائين هي مير ڪٽي آيا: مير حسين علي خان پٽ مير نور محمد خان، مير مراد علي خان جا پٽ مير محمد خان ۽ مير يار محمد خان. کي نيپيئر جي حڪم تي ڪپتان براڪون بنگال ريجمنٽ جي 10 سپاهين سان گڏ، حيدرآباد کان آگبوٽ ذريعي انڊس جي چوڙ تائين ڪٽي آيو ۽ پوءِ ڪين مالابار (ڏکڻ بمبئي) ٽڪريءَ تي پهچايو ويو. ڪپتان گارڊن کي سندن نگراني سونپي وئي. جيئن تہ چوماسو شروع ٿي ويو، ان ڪري ميرن کي پوني کان 24 ميل پري 'ساسور' ڳوٺ ۾ رکيو ويو. پنج مهينا پوءِ مير شاهہ محمد خان کي بہ وٺي اچي ٻين ميرن سان گڏ رهايائون.

هن وقت تائين ميرن جو خرچ پڪو سرڪار پٺي ڏنو. پر پوءِ هر هڪ مير لاءِ خرچ واسطي ماهوار وظيفو مقرر ڪيو ويو. محرم 1260هه (1844ع) ۾ حڪم پهتو ته ميرن کي ڪلڪتي پهچايو وڃي. مير رستم خان گهڻو پوڙهو ۽ بيمار هو. ڪيس سندس پٽ الهه بخش ۽ پاڻيئي مير نصير خان سان اتي ئي رهڻ ڏنو ويو. ٻين ميرن کي بمبئيءِ کانپوءِ آگبوٽ ذريعي ڪلڪتي پهچايو ويو. ڪپتان برائون اڳ توڙي پوءِ، ميرن جي نگراني ۽ حفاظت تي مقرر ڪيو ويو. ميرن کي گورنر جنرل سان ملايو ويو ۽ پوءِ کين شهر کان ٻاهر هڪ بنگلي ۾ رکيو ويو. ٻئي مهيني ميرن کي چيو ويو ته ڪلڪتي بجاءِ هزاري باغ ۾ رهڻ چاهين ته ڪين اجازت ڏني ويندي. مير حسين علي خان، محمد خان، حسن علي خان، شاهه محمد خان، ۽ يار محمد خان هزاري باغ ۾ رهڻ پسند ڪيو. مير صاحبان هتي اٺ سال رهيا ۽ ڪڏهن ڪڏهن، ٻين ميرن سان ملڻ لاءِ ڪلڪتي به ويندا هئا. مير شهداد خان جنهن تي اِنس (Ennis) جي قتل جو الزام هو، ان کي ٻين ميرن کان الڳ 'سورت' ۾ رکيو ويو هو. لارڊ ڊلهوزي (گورنر جنرل) ڏوهه ثابت نه ٿيڻ تي ڪيس معافي ڏيندي، ڪيس ٻين ميرن سان گڏ ڪلڪتي ۾ رهڻ جي اجازت ڏني. سن 1846ع (1262هه) ۾ مير محمد نصير خان، قيديءَ جي صورت ۾ فوت ٿي ويو. ٻئي سال مير فتح علي خان ولد مير صوبدار خان گذاري ويو. سال 1854ع (1270هه) ۾ گورنر جنرل لارڊ ڊلهوزيءَ ميرن کي سنڌ ڏانهن وڃڻ جي اجازت ڏني. نومبر 1855ع ۾ مير محمد خان ٻهريون ٽالپر هو. جيڪو دهلي ۽ پنجاب کان ٿيندو، حيدرآباد، سنڌ پهتو. هن جو پاءُ مير يار محمد، جيڪو الهه آباد ۾ حرمن سان گڏ رهندو هو. ڊسمبر 1856ع ۾ سنڌ لاءِ ساڳئي رستي سان روانو ٿيو. 4 مارچ 1857ع تي مير عباس علي خان ڪلڪتي ۾ فوت ٿيو. آگسٽ 1857ع ۾ مير شهداد خان به وفات ڪري ويو. جيڪي مير هندستان (ڪلڪتي) ۾ فوت ٿيا، تن جا لاش ڪفن دفن لاءِ، ساڳئي سال (1857ع) ۾ حيدرآباد آندا ويا ۽ ميرن جي قبرستان ۾ دفن ڪيا ويا. مارچ 1859ع ۾ مير حسين علي خان به حيدرآباد موٽي آيو. سنڌ جي ڪمشنر گِدوءَ جي پرسان سندن گذاري ۽ رهائش لاءِ زمين جا ٽڪرا ڏيڻ جو اعلان ڪيو. جلد هڪ سهڻو ڳوٺ تيار ٿي ويو. جتي مير صاحبان پنهنجن حرمن ۽ ٻارن توڙي پوئلڳن سان گڏ رهڻ لڳا. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 236- 239)*

جيڪي مير صاحب، ڪلڪتي ۾ فوت ٿيا ۽ حيدرآباد جي خانداني قبرستان ۾ دفن ٿيا، تن بابت احوال ۽ بيان خانبهادر محمد صديق جي. ميمڻ، پنهنجي ڪتاب ۾ ڏنا آهن. *(دي ٽامبس آف ٽالپر ميرس، مختلف صفحا)* ان ريت ٽالپرن جي حيدرآباد جي رياست، پنهنجي انجام کي پهچي، تاريخ جو حصو بڻجي وئي.

**رياست ميرپورخاص:** ٽالپرن سنڌ تي مڪمل قبضو ڪري ورتو. تڏهن انهي حڪومتي مامرن تي منجهن اختلاف اڀريا. وڏيڪ وڙهڻ بجاءِ سنڌ کي تقسيم ڪيائون. ڪل ست حصا ڪيائون. چار حصا مير فتح علي خان ۽ ڀائرن لاءِ رکيا، ٻه حصا مير سهراب خان ۽ هڪ حصو مير ٺاري خان جي حوالي ڪيائون.

**مير ٺارو خان:** ماڻڪاڻي ميرن ۾ هي ٻهريون حاڪم هو جنهن پنهنجي گاديءَ لاءِ نئون شهر 'ميرپورخاص' نالي سان تعمير ڪرايو (ياد رهي ته هن شهر جو بنياد 1806ع ۾ وڌو ويو) هن وڏي همت سان ريگستان جون ڪي زمينون هٿ ڪري، پنهنجي ملڪ ۾ شامل ڪري ڇڏيون. خداداد خان موجب هو 1829ع (1245هه) ۾ وفات ڪري ويو. *(لب تاريخ سنڌ، ص 181)* مولائي شيدائي موجب، ٻيو حصو شاهه بندر کان وٺي چور (ڇوڙ) تائين هو. ڏکڻ ۾ ڪڇ جي رڻ کان وٺي اتر ۾ موري تائين هو. هيءَ ماڻڪاڻي سرڪار سڏبي هئي. سندس تختگاهه ونگي ۾ ڪيٽي هو. ان کانپوءِ 1806ع ۾ هن سرڪار ميرپورخاص جو شهر تعمير ڪرائي، ان کي تختگاهه مقرر ڪيو. *(جنت السنڌ، ص 591)* سنڌ جي تقسيم کانپوءِ به ٽالپرن ۾ هڪٻئي لاءِ وير ۽ مخالفت موجود هئي. سن 1803ع ۾ هڪ واقعو پيش آيو. جو متينءَ حقيقت کي ظاهر ڪري ٿو. ماڻڪاڻي سرڪار ۽ شهداداڻي حڪومت ۾، هڪ معمولي واقعي تان جنگ ٿي، جنهن کي 'وِل جي جنگ' سڏيو وڃي ٿو. لڙائيءَ ۾ مير ٺارو خان زخمي ٿي گرفتار ٿيو. جنگ ۾ مير غلام عليءَ جا 400 ماڻهو ۽ مير ٺاري خان جا 300 ماڻهو مارجي ويا. حيدرآباد سرڪار مير ٺاري جو سٺي طريقي سان علاج ڪرايو. هو جڏهن ٺيڪ ٿيو ته هن کي عزت ۽ آبرو توڙي تحفن سان روانو ڪيو ويو. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 208- 209)* مير علي شير قانع جو پاءُ مير ضياءَ الدين ضياءَ، مير ٺاري خان جو درٻاري شاعر هو. هن مير (ضياء) جي شان ۾ قصيدا چيا. ان کان سواءِ 'مثنوي هير رانجها' به لکيائين. (1215هه/1800ع ۾) هيءَ مثنوي فارسي زبان ۾ آهي ۽ سنڌي ادبي بورڊ 1957ع ۾ ڇپي آهي. هن خاندان جي ليکڪ موجب مير ٺارو خان وڏي عمر جو ٿي چڪو هو. شايد 1808ع يا 1813ع ۾ حڪومت پنهنجي پٽ مير علي مراد خان جي حوالي ڪري گوشه نشيني اختيار ڪيائين.

**مير علي مراد خان:** مير ٺاري خان حڪومت پٽ جي حوالي ڪئي، پر پوءِ به اهم ملڪي معاملن ۾ پٽ کي صلاح مشورو ڏيندو هو. خارجه پاليسي به سندس حڪم تي هلندي هئي. بلوچ پاڻ ۾ وڙهندا هئا ته انهن جا فيصلا مير ٺارو خان پاڻ ڪندو هو. مير ٺاري خان وڏي ڄمار ۾ 1829ع ۾ وفات ڪئي. *(تاريخ ميران سنڌ، مختلف صفحا)* مير علي مراد جي ٻاري ۾ گهڻي ڄاڻ نه ٿي ملي. هڪ راءِ موجب مير سهراب خان 90 سالن جي ڄمار ۾، سن 1830ع ڌاري فوت ٿيو ان دور ۾ مير علي مراد خان (ماڻڪاڻي) به هي فاني جهان ڇڏيو. اعجاز الحق قدوسيءَ موجب، مير علي مراد خان 1837ع (1252هه) ۾ فوت ٿيو هن پٺيان ٽي پٽ ڇڏيا: مير شير محمد خان، مير شاهه محمد خان ۽ مير محمد خان. *(تاريخ سنڌ، جلد دوم، ص 763، اردو)* مرزا قليچ بيگ موجب مير علي مراد جي وفات کانپوءِ، ماڻڪاڻي رياست وڏيڪ حصن ۽ جاگيرن ۾ تقسيم ٿي. هر نوجوان مير پاڻ کي حاڪم سمجهڻ لڳو. ان ريت مملڪت سنڌ وڏيڪ ڪمزور ٿي. *(اي هسٽري آف سنڌ، ص 221- 222)*

**مير شير محمد خان:** مير صاحب، جنهن کي 'شير سنڌ' سڏيندا هئا، ڪمال جرئت ۽ همت سان، ميرپورخاص ۾ پنهنجي موروثي گاديءَ تي ويٺو ۽ حڪمراني ڪرڻ لڳو. خداداد خان موجب هرهڪ مير پنهنجي جاءِ تي حڪمران ۽ جاگيردار هو پر انهن ۾ هڪ ٻئي ۾ محبت نه هئي. آخرڪار 1843ع ۾ حڪومت وڃائي ويٺا.

ماڻڪاڻي ميرن عوام جي ڀلي لاءِ ڇا ڪيو ان بابت گهڻي ڄاڻ نه ٿي ملي. البت ان ڏس ۾ هڪ مثال مليو آهي. مير شير محمد خان ماڻڪاڻي شوخ طبع ۽ تورو ڳالهائيندڙ هو. سندس علائقو گهٽو آباد نه هو. ان ڪري هن هڪ واهه 'مڱريو واهه' کوٽايو هو. هي ڪم حيدرآباد جي حاڪمن کي پسند نه آيو. اڳ زمينن تان ميرن ۾ تڪرار جاڳيو هو. مرزا باقر قلات جي سفارت تي ويل هو. ان کي ترت موٽڻ جو حڪم ڏنو ويو. مرزا باقر موٽي اچي ٻنهي ڌرين ۾ فيصلو ڪيو ۽ امن امان قائم ڪرايو. *(جنت السنڌ، ص 709- 710)*

خيرپور جي ميرن ۾ گهڻي نفاق جو فائدو وٺي، انگريزن خيرپور رياست تي قبضو ڪيو. حيدرآباد جي ميرن، انگريزن جي هٿان مياڻيءَ جي جنگ ۾ شڪست کاڌي. ان کانپوءِ ڪين انگريزن پنهنجي قيد ۾ رکيو. مير شير محمد خان (ماڻڪاڻي) سخت انگريز مخالف هو. هن حيدرآباد کان چار ميل پري اوير ۾، دٻي جي ميدان تي انگريزن خلاف ميدان جنگ سينگاريو. مير شير محمد جنگ ۾ شڪست کائي، ميرپورخاص ۽ عمرڪوٽ ڏانهن ڀڳو. هن جنگ ۾ هوش محمد شيدي زبردست لڙائي ڪندي، جنگ جي ميدان تي شهيد ٿي ويو. مير شير محمد پوءِ پنجاب ڏانهن ڀڄي ويو. هن اتي پهچي پنجاب جي ليفٽيننٽ گورنر وٽ پناهه ورتي. ان طرح هو سندس فرمانبردار بڻجي ويو. ڏکيو عرصو ٻاهر رهڻ کانپوءِ، مير شير محمد سنڌ وطن ڏانهن موٽي آيو. هن کي سنڌ ۾ رهڻ جي اجازت گورنر پنجاب جي معرفت ملي. هن کي گذرسفر لاءِ سرڪار پاران پينشن ملڻ شروع ٿي. عمرڪوٽ ۾ سن 1867ع ۾ ڪمشنر سنڌ مسٽر مانسفيلڊ، دربار منعقد ڪئي، جتي کيس 'ستارهء سنڌ' جو تمغو ۽ 'سر' جو لقب مليو. مير شير محمد 1877ع ۾ پنهنجي وطن ميرپورخاص ۾ فوت ٿي ويو. *(تاريخ ريگستان، ڀاڱو ٻهرين، ص 209- 210)*

خداداد خان جڏهن سال 1900ع ۾ ڪتاب 'لب تاريخ سنڌ' لکيو ۽ ڇپايو، تڏهن مير شير محمد جي وڏي پٽ مير حاجي فتح علي خان کي سرڪار وٽان ٻه هزار پينشن ملندي هئي ۽ ميرپورخاص ۾ تمام سٺو وقت گذاري رهيو هو. *(ص 186)* ماڻڪاڻي رياست جي حڪمرانيءَ جي حدن بابت ذڪر مٿي ٿيو آهي. اهي حدون بيحد مختصر هيون. ٻي ڳالهه ته حيدرآباد ۽ ميرپور جي ميرن ۾ ڪي سٺا لاڳاپا به نه رهي سگهيا. ان ڪري هن رياست جي دور حڪومت جي ڪا خاص ڳالهه نه ملي آهي. البت هن رياست بريٽ ۾ 'ميرپور' جو شهر تعمير ڪرايو جنهن کي هاڻي 'ميرپورخاص' جي نالي سان سڏين ٿا. هي موجوده سنڌ جو هڪ مکيه شهر آهي.

**رياست خيرپور:** جيئن مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي، ته سنڌ جي تقسيم ڪندي، مير سهراب خان کي ٻه حصا مليا، جڏهن ته ماڻڪاڻي سرڪار کي هڪ حصو ۽ حيدرآباد جي سرڪار کي چار حصا مليا. چون ٿا ته فاتح سنڌ مير فتح علي خان سنڌ ملڪ جي ايڪي جو حامي ۽ تقسيم جو مخالف هو پر پوءِ ڏٺائين ته مير پاڻ ۾ وڙهندا ۽ وڏو خون خرابو ٿيندو، ان ڪري سنڌ جي ونڊ ورڇ تي راضي ٿي ويو مير سهراب خان کي اپر سنڌ ملي، جتي هاڻي خيرپور ضلعو قائم آهي.

**مير سهراب خان:** مولائي شيدائي لکي ٿو ته، ٿيو حصو ٿر ۽ موري کان اباوڙي، روجهاڻ ۽ سيوهڻ تائين، مير سهراب خان کي مليو هيءَ سرڪار سهراباڻي سڏبي هئي. سندس تختگاهه احمدآباد (ڏيجي) هو پوءِ 'خيرپور' تختگاهه مقرر ٿيو. *(جنت السنڌ، ص 592)* مير سهراب خان هٿوڪي ڏيجيءَ جو ڪوٽ، ٽڪريءَ مٿان اڏائي، مٿس توبون رکايون ۽ مٿس احمدآباد نالو رکيو ويو [جديد تحقيق موجب هي قلعو ميرن کان اڳ ج. آهي، ميرن هتي رڳو ڪن حصن جي مرمت ڪرائي.] پوءِ نونارين کان هٿوڪي خيرپور شهر واري زمين خريد ڪري، خيرپور شهر تعمير ڪرايائين. مير رستم خان بکر جي مضبوط قلعي کي افغانن کان ڇڏائي، سبزل ڪوٽ ۽ ڀنگ ياڙي جا پرڳڻا بهاول پور جي نواب کان کٽيا، ۽ اپرندي ۾ ريگستان جا ٽي قلعا گرسياهه، گتورا ۽ شاهه ڳڙهه، جيسلمير جي راول کان فتح ڪيائين. *(جنت السنڌ، ص 593)* هالاڻيءَ جي جنگ ۾ مير سهراب خان جو اهم ڪردار هو.

مير سهراب خان ولد مير چاڪر خان هڪ بهادر انسان هو پاڻ مير فتح علي خان جي والد مير صوبدار خان جو سڳو سوٽ هو. مير بهرام (چاچو مير سهراب خان) جي وفات وقت، مير سهراب خان ٽيٽيهن ورهين جو جوان هو هالاڻيءَ جي جنگ ۾ اهم ڪردار ادا ڪرڻ سبب، پاڻ کي سنڌ جو حقيقي فاتح سمجهڻ لڳو. ان ڪري هن کي مير فتح علي خان جي ماتحتيءَ ۾ ڪم ڪندي سٺو نه لڳو. ان ڪري پنهنجا راڄ وٺي خيرپور ۾ الڳ حڪومت قائم ڪيائين. ڪافي وقت ٻنهي ۾ تعلقات خراب رهيا ۽ هڪ ٻئي کي ڌمڪيون به ڏيندا رهيا. جنهن وقت هو حاڪم بڻيو تڏهن سندس حڪومت جون حدون مختصر هيون، پر پوءِ آسپاس جي راڄن سان وڙهي رياست کي توسيع ڏنائين. هڪ محقق لکي ٿو ته، پوءِ هن تدبير ۽ تلوار جي زور تي پنهنجي حد وڌائي، جيڪا اتر ۾ سبزل ڪوٽ ۽ ڪشمور تائين، اوير ۾ جيسلمير جي ريگستان تائين، اولهه ۾ ڪڇي ۽ گنداوا تائين ۽ ڏکڻ ۾ نوشهري تائين وڃي پهتي. هن 1811ع ۾ گوشه نشين ٿي پنهنجي پڳ وڏي پٽ مير رستم خان جي حوالي ڪئي. هن ٽي شاديون ڪيون. پهرئين گهر مان مير رستم خان ۽ مير غلام حيدر خان، ٻئي گهر مان مير مبارڪ خان ۽ مير چاڪر خان ۽ ٽئين گهرمان نندي ۾ ننڍو پٽ مير علي مراد خان ٿيو. 1829ع ۾ مير سهراب پنهنجي خاندان لاءِ وصيت نامو به تيار ڪيو هن وڏي ڄمار ۾ 1830ع ۾ وفات ڪئي.

**مير رستم خان:** مير سهراب جي وڏي پٽ هوندي مير سهراب خان رياست جو حاڪم هو. ياد رهي ته هن جي والد اڳ ۾ ئي، حڪومت تان هٿ کڻي پنهنجي حياتيءَ ۾ مير رستم خان کي حڪومت ڏني هئي. البت والد جي وفات کانپوءِ هو باقاعده حاڪم بڻجي ويو. خيرپور رياست جي وسعت ۽ توسيع ۾ مير رستم جي تلوار اهم ڪردار ادا ڪيو. تخت نشين ٿيڻ کانپوءِ پنهنجي پيءُ جي وصيت موجب، پنهنجن ڀائرن ۽ ڀائٽين کي ملڪ ورهائي ڏنائين، جن مان ڪجهه پوءِ مغل بادشاهه همايون جي ڀائرن وانگر خودمختيار بڻجي ويا. *(خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو، ص 115)*

مير رستم جي دور ۾ ڪي واقعا ٿي گذريا. انهن ۾ ڪرڙيءَ جي جنگ خاص اهميت رکي ٿي. هي واقعو 34-1833ع ۾ ڪرڙيءَ (سکر) ۾ ٿي گذريو. افغانن آدم شاهه جي ٽڪريءَ تي اچي توپون نصب ڪيون. معرڪي جي جنگ ٿي، جنهن ۾ رياست خيرپور ۽ حيدرآباد جا اهم ڪمانڊر مارجي ويا. هن جنگ ۾ ٻنهي رياستن حصو ورتو. عطا محمد حامي صاحب موجب افغانن کي اٺ لک روپيه ڏن پٽ ڏئي راضي ڪري، سنڌ ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو. مير رستم خان جي دور ۾ 'نونهار جي جنگ' پڻ لڳي. مير صاحب جو ننڍو ڀاءُ مير علي مراد خان جڏهن وڏو ٿيو ته ڀائرن سان ملڪيت تي تڪرار ڪيائين. تڪرار وڏي جنگ جي صورت اختيار ڪئي. هي جنگ نونارين جي ڳوٺ وٽ لڳي، جنهن ۾ مير علي مراد خان سوڀارو ٿيو. پير پاڳاري علي گوهر شاهه ۽ وڏي وزير فتح محمد غوريءَ وچ ۾ پئي ٺاهه ڪرايو. هي جنگ 1842ع ۾ لڳي ۽ 'جنگ نونهار' جي نالي مشهور ٿي. *(خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو، ص 115- 116)* صلح ۽ ٺاهه کانپوءِ به دليون صاف نه ٿيون. نيپيئر حيدرآباد کان خيرپور، مير رستم خان سان ملڻ لاءِ روانو ٿيو. البت مير علي مراد سڀ کان اول سکر ۾، نيپيئر سان مليو ۽ هن کي هر طرح جي مدد جي آڇ ڪندي، ڏانهس صلح جو هٿ وڌايو. ان پسمنظر ۾ مير رستم ڪمزور ۽ مير علي مراد طاقتور ٿي، انگريز جنرل جي ٽيڪ تي، خيرپور تي قبضو ڪري ورتو. هيءَ خبر ٻڌي مير رستم پٽن ۽ ڀائٽين سميت، ٿرجي قلعي 'امام ڳڙهه' ڏانهن ڀڄي ويو. امام ڪوٽ جي (امام ڳڙهه) حملي جو مقصد صرف هي هو ته، انگريزي لشڪر لاءِ ٿرن ۽ برن تي ڪاهه ڪرڻ بلڪل آسان ڪم هو. هتان هٿ ڪيل مال نيپيئر سپاهين ۾ ورهائي، 23 جنوري 1843ع تي حيدرآباد ڏانهن روانو ٿيو. حڪم ڏنائين ته درياهه جي ٻنهي ڪپن سان ڪاٺيون وڍيندا هلو. ميرن ائين ڪرڻ کان ڪيس روڪيو. پر هن جواب ڏنو ته، نه فقط ٻيلن جون ڪاٺيون وڍرائيندس، پر دارالخلافه حيدرآباد کي به ساڙائيندس. *(جنت السنڌ، ص 735)*

مياڻيءَ جي جنگ کانپوءِ جيڪي مير، قيدي ٿي پوني، بمبئي ۽ ڪلڪتي پهتا، مير رستم خان به انهن ۾ شامل هو. مير رستم خان پوني ۾ 1846ع ۾ وفات ڪئي. سندس ميت کڻي اچي 'قادربخش جا قبا' (خيرپور) نالي ميرن جي خانداني قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. سيني لکندڙن ۽ خاص ڪري انگريز لکندڙن، مير رستم خان جي ڪردار جي گهٽي واڪاڻ ڪئي آهي.

**مير علي مراد خان:** (رياست جو ٽيون حاڪم) انگريزن جي ڀاڇي ۾ ڪم ڪيائين. مير رستم خان وڏي ڀاءُ سان وڙهي حڪومت ورتائين. هن جي وقت ۾ ملڪ جي ايراضي ساڍا پنج هزار چورس ميل ۽ آدمشماري اٽڪل روءِ ۾ لک هئي. ملڪ جو ڳچ حصو شڪارگاهن ۽ ٻيلن هيٺ هو. پر پوءِ به ان جي اپت خرچ لٿي ڏهه لک روپيه هئي. عطا محمد حامي لکي ٿو ته، ٿوڙي جو ملڪ تي انگريزن جو قبضو ٿي ويو. پر پوءِ به مختلف جاين تي بغاوتون ٿينديون رهيون. نيپيئر انهن بغاوتن کي مير علي مراد خان جي مدد سان ڪُچلي ختم ڪيو. جيتوڻيڪ مير صاحب، انگريزن کي پنهنجو دوست سمجهندو هو، پر نيپيئر هن کي سٺي نظر سان نه ڏسندو هو ۽ مير علي مراد خان، انگريزن کي پنهنجي ملڪ ۾ دخل ڏيڻ نه ڏيندو هو. 1845ع ۾ نيپيئر سان هڪ عهدنامو ڪري، پنهنجي ملڪ جون حدون نروار ڪرائي ڇڏيائين. نيپيئر هي عهدنامو منظوريءَ لاءِ گورنر جنرل ڏانهن موڪلي ڏنو. اصل ۾ ڪجهه مخالفن مير صاحب جي خلاف درخواستون ڪيون هيون. ان جي جاچ لاءِ هڪ ڪميشن ويٺي. 21 جنوري 1852ع تي اعلان جاري ڪري، مير کان ڳچ علائقا کسي، ڪيس رڳو اهي پرڳڻا ڏنائون، جي مير سهراب خان کيس ڏيڻا ڪيا هئا. *(خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو، ص 118- 121)* مير علي مراد پنهنجي حق وٺڻ لاءِ، سن 1856ع ۾ ولايت روانو ٿيو. مير صاحب ڏيڍ سال لنڊن ۾ رهي، بنا انصاف جي پنهنجي وطن موٽي آيو. 1876ع ۾ وڏي بارش ٿي. درياهه جو پاڻي اُٿل ڪائي، خيرپور شهر ۾ داخل ٿي ويو. مير صاحب عام ماڻهن جي رهائش، ڪاڌ خوراڪ، ۽ رهائش جو چڱو بندوبست ڪيو. ماڻهن کي آبادڪاريءَ لاءِ قرض به ڏنا ويا. ان ريت 'خيرپور' جو شهر وري آباد ٿي ويو. 1882ع ۾ مير صاحب شڪار تي هو، جو مٿس خوني حملو ٿيو. حملي آور کي ٿڏي تي ماري وڌائون. چون ٿا ته حر فقير هو. مير صاحب ٻن مهينن جي علاج بعد ٺيڪ ٿي ويو. 1891ع ۾ مسٽر جيمس سنڌ جي ڪمشنر، بمبئيءَ جي گورنر سان گڏ شڪارپور ۾، وڏي درٻار ڪوٺائي، جنهن ۾ برطانوي سرڪار پاران مير علي مراد خان کي ڪي. سي. جي. آءِ (K.C.G.I) ڏنو ويو. ٻه سال پوءِ مسٽر جيمس سکر آيو. خيرپور جي سيني ننڍن وڏن ميرن کي جاگيرون ۽ پينشنون ڏنائين. مير صاحب آخر ۾ ڪجهه وقت بيمار رهيو. سال 1894ع ۾ فوت ٿيو. سندس جنازو کڻائي وڃي ڪربلا معليٰ ۾ دفن ڪيائون. هن پٺيان گهڻو اولاد ڇڏيو. *(خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو، ص 121- 122)*

**مير فيض محمد اول:** 07 اپريل 1894ع تي عيدالفطر جي ڏينهن گاديءَ تي ويٺو هي مير صاحب، مير علي مراد خان جو پٽ هو. انگريزن هن جي مرضيءَ سان خانبهادر قادر داد خان کي رياست جو وزير مقرر ڪيو. مير علي مراد آزاد حاڪم جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو. ليڪن مير فيض محمد جي دور ۾ وزير مقرر ٿيڻ سان نظام ۾ تبديلي اچڻ شروع ٿي. ڪنهن نئين ڪم لاءِ مير صاحب کان منظور ورتي ويندي هئي. نئين زماني جي تقاضا موجب، وزير قادرداد خان سڌارا آندا ۽ نت نوان کاتا قائم ڪيا. بجيٽ آهر انهن لاءِ نيون عمارتون ٺهرايون. مطلب ته رياست خيرپور جو

روپ تبديل ٿيڻ شروع ٿيو. سن 1903ع ۾ وزير قادر داد خان فوت ٿي ويو پوءِ سردار محمد يعقوب خان وزير مقرر ٿيو. هو 1907ع تائين رهيو خيرپور ۾ انگريزي اسڪول جاري ٿيو. ان سان گڏ شاگردن جي رهائش لاءِ هاسٽل به تعمير ٿي. ان کان سواءِ 'فيض محل' نالي هڪ عاليشان محلات به تعمير ٿي. سردار محمد يعقوب خان 1907ع ۾ فوت ٿيو ان جي جاءِ تي شيخ صادق علي خان وزير مقرر ٿيو هن ڪوٽڏجيءَ ۾ سهڻو محلات ٺهرايو ۽ ڪراچيءَ ۾ زمين خريد ڪري، مير صاحب جي رهائش لاءِ هڪ وڏو بنگلو به تعمير ڪرايو. هن دور ۾ انگريزن جي دخل اندازي گهٽجي وئي. انڪري خيرپور جو خطو هڪ جاگير بجاءِ جديد رياست جو ڏيک ڏيڻ لڳو. *(حوالو مٿي ڏنل، ص 124- 125)* مير فيض محمد 74 سالن جي ڄمار ۾، ڪوٽڏجيءَ ۾ 1909ع ۾ وفات ڪئي.

**مير امام بخش خان:** والد جي فوت ٿيڻ ڪانپوءِ، هن 06 مارچ 1909ع تي برادريءَ جي پڳ ٻڌي. 01 جولاءِ 1909ع تي باقاعده، سندس جشن تاجپوشي ملهايو ويو. هن به پيءُ وانگر رياست جو انتظام آئيني طرح سان وزير جي حوالي ڪيو. مرزا قليچ بيگ وزير شيخ صادق عليءَ جي گهٽجي ساراهه ڪندي، لکي ٿو ته، هن تعليم جي واڌاري ۾ دلچسپي ورتي. رياست ۾ علم جي واڌاري لاءِ هڪ ڪتب خانو قائم ڪيو. ان کان سواءِ جيمخانو به ٺهرايائين. هو بيدار مغز، ايماندار، خداپرست ۽ خلق جو خيرخواهه انسان ٿي گذريو. *(رياست خيرپور، باب 15، 16، مختلف صفحا)* شيخ صادق علي پڙهيل لکيل انسان هو. هن انگريز عملدارن جي چوڻ تي، سنڌ جي قومن، قبيلن ۽ ذاتين تي (انگريزيءَ ۾) هڪ ڪتاب تيار ڪيو هو. جيڪو 1901ع ۾ سرڪاري طرح سان ڇپيو هو. مير امام بخش خان پنهنجي سر رياست ۾ گهڻ سڌارا آندا. ائين ڪرڻ سان ماڻهن سک جو ساهه کنيو. مير امام بخش خان 08 فبروري 1921ع تي وفات ڪئي. هن جو ميت ڪفن دفن لاءِ ڪربلا معليٰ موڪليو ويو. هن کي ٽي پٽ: علي نواز خان، علي محمد خان ۽ غلام علي خان نالي ٿيا.

**مير علي نواز خان:** رياست خيرپور جو نهايت مشهور حاڪم ٿي گذريو آهي. 13 فيبروري 1921ع تي رياست جو حڪمران بنيو ان لاءِ باقاعده تقريب منعقد ٿي. پاڻ 9 آگسٽ 1884ع تي ڄائو هو ۽ حاڪم ٿيڻ وقت سندس ڄمار 37 ورهيه هئي. ابتدا ۾ ڪوٽڏجيءَ ۾ پڙهيو انگريزي تعليم ايچسين ڪاليج لاهور ۾ ورتائين. نو مهينا يورپ ۾ رهي وڌيڪ تعليم حاصل ڪيائين. لاهور ۽ يورپ ۾ ڪو نه ڪو انگريز عملدار سندس سارسنڀال لهڻ لاءِ ساڻس گڏ رهندو هو تعليم دوران هن چڱيءَ طرح هندستان ۽ يورپ کي گهمي ڏٺو نتيجي ۾ مسند نشينيءَ کانپوءِ، هڪدم رياست جي سڌاري جو ڪم شروع ڪيائين. *(رياست خيرپور 115)* هن رياست جي مختلف معاملن کي هلائڻ لاءِ ڪي اهم مقرريون ڪيون. ڇهه ست سال ڏاڍا سٺا گذريا، پر پوءِ اوچتو مير صاحب عشق جي آريءَ ۾ اچي ويو ۽ سڀ ڪجهه محبت جي راهه ۾ لٽائيندو رهيو نتيجي ۾ خزانو خالي ٿيڻ لڳو هي حال ڏسي انگريزن وزارت جو عهدو ختم ڪري انتظامي ڪائونسل جوڙي، ۽ حڪومت جو انتظام ان جي حوالي ڪيو. ڪائونسل ۾ مير صاحب پاڻ، ۽ ٻيا ٽي ميمبر: مسٽر هيليفاڪس، مسٽر امداد علي قاضي (آءِ آءِ قاضي)، مسٽر لواٽي مقرر ٿيا. ٻن ٽن سالن ۾ خبر پئي ته ڪائونسل ناڪام ٿي رهي آهي. 1930ع ۾ جناب ٿانٽن کي وزير مقرر ڪيو ويو ۽ ٻه سال پوءِ مسٽر سليڊن وزير ٿي آيو جو آخر تائين مير صاحب سان گڏ رهيو مير صاحب صرف آئيني سربراهه هو البت مملڪت جو سمورو ڪاروبار سليڊن صاحب هلائيندو هو پير علي محمد راشدي هن جي ڪردار ۽ شخصيت تي هن ريت تبصرو ڪيو آهي. وڏو خرچائو سخي مرد، عاشق مزاج، ۽ حضور شرم ٿوڙي اعليٰ درجي جو شاعر هو هن جي شعر ۾ چڱو سوز ۽ گداز سمايل هو ڪڏهن ڪڏهن اميريءَ سان گڏ فقيري به اختيار ڪندو هو بدن تي گيڙو ڪفني، مٿو اگهاڙو، هٿ ۾ يڪتارو، ۽ زبان تي رِندي ڪلام هوندا هيس. ويرانن ۾ جهوپڙيون لڳيو ويندون هيون ۽ جهوپڙين ۾ عاشقانه صدائون بلند ڪندو هو. *(اهي ڏينهن اهي شينهن، ص 47)* مير صاحب 1935ع ۾ وفات ڪئي. امانت طور هن جو لاش ڪجهه وقت لاءِ ڪوٽڏجيءَ ۾ رکيو ويو بعد ۾ مستقل دفن لاءِ ڪربلا معليٰ موڪليو ويو. روايت آهي ته هن کي زهر ڏئي، ختم ڪيو ويو. مير علي نواز جي شاعري 'ڪليات ناز' ڊاڪٽر عطا محمد حامي مرتب ڪري، سنڌي ادبي بورڊ پاران 1987ع ۾ ڇپرايو. مير صاحب شاعر طور 'ناز' تخلص اختيار ڪندو هو.

**مير فيض محمد خان ثاني:** مير علي نواز خان جو اڪيلو پٽ هو. سندس ماءُ ڏاڏي پوٽي نه هئي، ان ڪري گهڻن ميرن ۽ بلوچن کي مير فيض محمد جي وليعهد ٿيڻ تي اعتراض هو مگر مير علي نواز ڪنهن طرح ڪين مڃائي ورتو. هڪ ڀيري ڪچهريءَ ۾ ويٺي، اتفاق سان مير فيض محمد جي هٿن ۾ موجود روالور ڇٽي ويو. ان ڪري سندس هڪ شهزادي مير علي مراد (ثاني) جي ٻانهن ۾ ڏڪ لڳو. ان پس منظر ۾ مير فيض محمد کي چريو ڄاڻائي لاهور ۽ پونا علاج لاءِ موڪليو ويو. هو پوني ۾ هو ته سندس والد مير علي نواز 1935ع ۾ فوت ٿي ويو. 1947ع ۾ برطانيا سرڪار مير فيض محمد کي نااهل قرار ڏئي، سندس وليعهد (مير علي مراد ثاني) کي حاڪم بنائڻ جو اعلان ڪيو ان سال پاڪستان وجود ۾ آيو. ان ڪري انگريزن ڪيس پوني مان خيرپور ڏانهن منتقل ڪيو مير فيض محمد کي ڪوٽ ڏجيءَ ۾ رکيو ويو جتي 14 اپريل 1952ع تي وفات ڪيائين. جيتوڻيڪ مير صاحب نالي ماتر حاڪم رهيو، پر سندس وزير ڪم هلائيندا رهيا. مسٽر سليڊن 1937ع تائين وزير رهيو پوءِ خانبهادر اعجاز علي وزير مقرر ٿيو جو 1947ع تائين رياست جو حقيقي معنيٰ ۾ حاڪم رهيو ڪي سٺا ڪم هن دور ۾ ٿيا، جن جو مختصر ذڪر ضروري آهي. سکر بئراج جي تعمير سبب، سڄي سنڌ سميت خيرپور جي آبادگارن کي به خاص فائدو پهتو هڪ چمڙي جو ڪارخانو کليو ڳوٺ سڌار ڪاتي کلڻ سبب، هارين جي سماجي حالتن ۾ فائدو ٿيو خيرپور ۾ هاءِ ڪورٽ قائم ٿي. صحت کاتي ۾ سڌارا آندا ويا. ٻه نوان هاءِ اسڪول ۽ گهڻ پرائمري اسڪول کليا. حڪومتي نظام ۾ سڌارا آيا، ان ڪري جمهوري قدرن کي فروغ مليو *(خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو ص 130- 132)*

**مير علي مراد خان ثاني:** هن مير صاحب جو تعارف مٿي اچي چڪو آهي. وڌيڪ هي ته هن ايچيسن ڪاليج لاهور ۾ 1950ع کان 1953ع تائين، وڌيڪ تعليم انگلنڊ مان ورتي. ان دوران حڪومت جو ڪم وزير صاحبان جي هٿ ۾ هو. حڪومت لاءِ ٻن ميمبرن تي مشتمل صلاحڪار ڪائونسل جوڙي وئي. انهن جا نالا مير غلام حسين خان ۽ خان بهادر ڪولاپا والا هئا. 1942ع ۾ حر تحريڪ زور ورتو ان ڪري سڄيءَ سنڌ ۾ مارشل لا هنيو ويو. 20 مارچ 1943ع تي پير پاڳاري کي (سيد صبغة الله شاهه ثاني) کي شهيد ڪيو ويو. ان ڪري سڄيءَ سنڌ ۾ ٻڙڪ مچي ويو. خيرپور ۾ به حرن جي خلاف قدم کنيا ويا. 1947ع ۾ مير صاحب جي حڪومت سنڀالڻ تائين هڪ ريجنسي بورڊ قائم ڪيو ويو. جنهن جا هي ميمبر هئا: مير غلام حسين خان، مير علي ڏنو خان، مير محمد علي خان، مير غلام حسن خان ۽ مير محمد خان هئا. فيصلو ڪيو ويو ته هرهڪ ميمبر واري تي هڪ سال لاءِ حڪومت جو سربراهه ٿي ڪم ڪندو. ريجنسي بورڊ کي ڪاروباري ڪائونسل هلائيندي. ان جا ٻه ميمبر خانبهادر ڪولاپا والا ۽ شيخ بهاءُ الدين هوندا.

مير غلام حسين جي وقت ۾ پاڪستان وجود ۾ آيو. جنهن سان خيرپور رياست جو الحاق ٿيو. تعليم مفت ڪئي وئي ۽ ڪوٽڏجيءَ ۾ هڪ پاور هائوس کوليو ويو. ريجنسي ڪائونسل جي مختلف ميمبرن پنهنجي وقت ۾، ڪي سٺا ۽ يادگار ڪم ڪرايا. جن کي گهڻي وقت تائين ياد ڪيو ويندو. 1950ع ۾ عام ووٽ ذريعي پندرهن ميمبرن جي چونڊيل اسيمبلي قائم ڪئي وئي. چيف مسٽر قزلباش ٿيو ۽ ٻيا وزير الهڏنو سيال ۽ علي مردان خان مقرر ٿيا. 1953ع تي هڪ نئون آئين پاس ڪري، ٽيهن چونڊيل ميمبرن تي مشتمل قانون ساز اسيمبلي وجود ۾ آندي وئي. مسٽر ممتاز حسن قزلباش رياست جو وڏو وزير ٿيو ٻيا ٿي وزير هن ريت هئا: شيخ بهاءُ الدين، مير عطا حسين ٽالپر ۽ غلام قادر پنهور. 14 آڪٽوبر 1955ع تي اولهه پاڪستان ۾ ون يونٽ نافذ ڪري، خيرپور جي رياستي حيثيت ختم ڪري، ان کي ضلعي ۽ ڪمشنريءَ جو درجو ڏنو ويو. ان ريت رياست خيرپور 'تاريخ' جو حصو بنجي وئي. *(خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو ص 132- 134)* رياست جي ترقيءَ ۽ تعمير ۾ جدا جدا وقتن ۾، مختلف وزيرن حصو ورتو هتي انهن جا نالا ڏيڻ غلط نه ٿيندو شير محمد خان، فتح محمد غوري، شيخ علي حسن خان، قادرداد خان، سردار محمد يعقوب خان، شيخ صادق علي خان، محمد ابراهيم خان، شيخ محمد قادر، شيخ محمد يعقوب خان، مسٽر ٽائنٽن، مسٽر سليڊن، سيد اعجاز علي ۽ مرزا ممتاز حسن قزلباش وغيره.

## ٽالپرن جي دور جا ڪي مشاهير

هر دور ۾ حاڪمن کان سواءِ به ڪي ذڪر جوڳا انسان پيدا ٿيندا آهن، جي ان دور جي اهميت ۾ به واڌارو ڪن ٿا. هيٺ ميرن جي دور جي ڪجهه چونڊ مشاهيرن جو ذڪر ڪجي ٿو:

**سچل سرمست:** ميرن جي دور جو مشهور صوفي ۽ سرمست شاعر ٿي گذريو آهي. روايتن موجب هو 1739ع ۾ پيدا ٿيو ۽ نوي سالن جي ڄمار ۾ 1829ع ۾ فوت ٿيو پنجن ٻولين (سنڌي، سرائڪي، فارسي، هندي (ريختہ) ۽ اردو) جو هي عظيم شاعر درازا رياست خيرپور ۾، فاروقي خاندان ۾ ميان صلاح الدين فاروقيءَ جي گهر ۾ ڄائو سنڌ سچل جي شعر ۽ وجود تي ناز ڪري ٿي. سچل جو اصل نالو ميان عبدالوهاب هو سندس مقبرو درازا ۾ آهي، جو رياست خيرپور جي ٽالپر حاڪمن ٺهرايو هو سندس سرائيڪي ۽ سنڌي، اردو ۽ فارسي ڪلام ڇپيل آهي.

**نواب ولي محمد خان لغاري:** ميرن جي دور ۾ هي صاحب وزيراعظم ٿي رهيو سندس تعلق حيدرآبادي ميرن جي دربار سان هو لغاري خاندان، ڪلهوڙن جي دور ۾ لڏي سنڌ ۾ آيو هي گهراڻو ديري غازي خان مان آيو هو نواب صاحب جو والد غلام محمد لغاري 1775ع ۾، سرفراز ڪلهوڙي جي دربار ۾، مير بهرام سان گڏ مارجي ويو هو ڪيس ٽي پٽ: نواب علي محمد خان، نواب ولي محمد خان ۽ نواب غلام الله خان هئا. سيني لغاري نوابن سنڌ ۾ عهدا ۽ جاگيرون ماڻيون. البت نواب ولي محمد لغاريءَ کي وڏو اعزاز حاصل ٿيو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، نواب صاحب تي لکندي سندس بيحد تعريف ڪئي آهي. نواب ولي محمد 1752ع (1165هه) ۾ اُپيور لڳ (تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ) ۾ ڄائو ان وقت ميان نور محمد ڪلهوڙو سنڌ جو حڪمران هو ان وقت سنڌ ۾ عربي ۽ فارسيءَ جي اعليٰ تعليم ڏني ويندي هئي. ان پسمنظر ۾ نواب غلام محمد خان پٽن جي اعليٰ تربيت ۽ سکيا تي توجهه ڏنو لکندڙ نواب ولي محمد کي: ڪامياب سپهه سالار، سفير، وزير، منتظم، انجنيئر، حڪيم، شاعر ۽ محب وطن سڏيو آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب نواب ولي محمد جون ويهه نمايان سوين ۽ حاصلاتون ڄاڻايون آهن. ڪراچي، عمرڪوٽ ۽ شڪارپور جي حاصلات، شاهه شجاع کي تڙي ڪڍڻ، سرحدن جي حفاظت ۽ ٽالپرن ۾ صلح سانت رکڻ نواب صاحب جا ڪارناما ڄاڻايا ويا آهن. دنيا جو شاهڪار قلعو 'رني ڪوٽ' به نواب صاحب جي محب وطني ۽ انجنيئري سوچ جو ڪمال آهي. [نوٽ: هي قلعو اڳ جو تعمير ٿيل هو. نواب صاحب دروازي، پل ۽ ميري ڪوٽ جي تعمير ڪرائي هئي.] هن کي اولهه جي سرحد محفوظ رکڻ لاءِ، لاڙڪاڻي جو گورنر مقرر ڪيو ويو. وفات بعد عارضي طرح کيس اتي دفن ڪيو ويو ۽ پوءِ سندس ميت حيدرآباد ڪٽي اچي هميشه لاءِ دفن ڪئي وئي. پاڻ سنڌي ۽ فارسي زبان جو سٺو شاعر هو ديوان ولي، هيرنامو، ساقي نامو، سندس ڪارناما آهن. هن طب ۾ به قلم کنيو اهي. ڊاڪٽر جيمس برنس 1827ع ۾ سنڌ ۾ هو نواب صاحب بابت هو پنهنجي ڪتاب 'سنڌ جي دربار' ۾ خوب تعريف ڪري ٿو. نواب ولي محمد خان 1832ع ۾ وفات ڪئي. *(ڪلام فقير نواب ولي محمد خان لغاري، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1990، مقدمو مختلف صفحا: 112- 67)*

**نواب احمد خان لغاري:** وزيراعظم نواب ولي محمد خان جو وڏو پٽ هو. 1792ع ڌاري پيدا ٿيو والد جي زير نظر عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. هن جي تربيت واسطي نواب صاحب، کيس ٽنڊي نواب ولي محمد ۾ رهايو ۽ حڪم ڪيو ته اميرن (ٽالپرن) جي مجلس ۾ ويندو رهي. ان ريت هو امارت ۽ وزارت جي معاملن کي ڏسندو ۽ سِکندو رهيو جاسوسي خاطر نواب احمد خان کي بهاول پور ۽ لاهور به موڪليو

ويو. چاڻايو اهو ويو ته نواب صاحب، ناراض ٿي سنڌ ڇڏي ويو آهي. بعد ۾ ماڻهو موڪليا ويا، جي ظاهر ۾ رُلل ڪي پرچائي وٺي آيا. مير نصير خان حاڪم ٿيو ته سندس بي قدري ٿي. نواب احمد خان ڪي انگريزن جي وڏندڙ اثر جو بخوبي اندازو هو. ڏُبي جي جنگ کانپوءِ نواب احمد خان ۽ مير شير محمد، ڪوشش ڪئي ته اتر سنڌ جي بلوچن سان گڏجي انگريزن سان لڙائي ڪجي. اڳتي هلي عزيزن ڪوشش ڪئي ته ڪيئن به احمد خان سنڌ ۾ اچي رهي. حيدرآباد جي ڪليڪٽر راٿبورن ۽ نيپيئر جي رضامنديءَ سان هو موٽي آيو. گذرسفر لاءِ انگريزن هن لاءِ جاگير بحال ڪئي. نواب صاحب ڪليڪٽر يا ڪمشنرن جي آڏو مطالبو ڪندو رهيو ته مير صاحبن ڪي سنڌ موٽي اچڻ جي اجازت ڏني وڃي. نواب احمد خان 1870ع ۾ فوت ٿيو. ڪيس جهوڪ شريف ۾ دفن ڪيو ويو. *(ڪلام فقير نواب ولي محمد خان لغاري، مقدمو ص 144- 157)*

**آغا شاهه حسن علي:** اسماعيلي فرقي جو روحاني امام هو جنهن ايران ۾ فتح علي شاهه قاچار (بادشاهه) جي ڌيءَ سان شادي ڪئي هئي. فتح علي شاهه جي وفات کانپوءِ محمد شاهه قاچار ايران جو نئون بادشاهه بڻيو. شاهه حسن علي ۽ محمد شاهه ۾ ڪنهن معاملي تي جنگ ٿي، ۽ شاهه حسن علي سنڌ ۾ اچي رهيو. هن ڪابل ۽ سنڌ جي فتح ۾ انگريزن جي مدد ڪئي. *(جنت السنڌ، ص 699)*

**نواب علي محمد خان:** نواب علي محمد خان، ميان غلام محمد خان جو وڏو پٽ هو. هو پنهنجي اصل ڳوٺ اُپپور ۾، 1750ع ڌاري پيدا ٿيو. هي خاندان جو پهريون وڏي علم وارو انسان ٿي گذريو آهي. مير علي مراد خان (حيدرآباد) واري ڪي ويجهو هو. علم سان گڏ انتظامي صلاحيتون رکندو هو. ان ڪري ميرن پاران نئين جو نواب مقرر ٿيو ۽ اتي جو بندوبست سٺي طريقي سان هلايائين. سندس خاندان لاءِ خدمتن ڪي ڏسي، مير غلام علي خان ۽ مير مراد علي خان موجوده ڳوٺ 'تاجپور' واري جاگير سڀ کان اول نواب علي محمد خان ڪي ڏني. نوڪريءَ جو مدو پورو ڪرڻ کانپوءِ حيدرآباد ۾ نوابن جي محلي (ٽنڊي ولي محمد) ۾ اچي رهيو. پر پوءِ ميرن جي اجازت سان وڃي تاجپور ۾ ويٺو. هي پرڳڻو اصل ۾ تاجو ليڪيءَ جو هو. جو پوءِ نواب صاحب ڪي مليو. تاجو ليڪي جو 'چوڌيرو' عدالتي ڪمرو ۽ کوهه، سندس اوطاق جي حدن ۾ شامل ٿيا. نواب علي محمد 88 سالن جي ڄمار ۾ 1834ع ۾ وفات ڪري ويو. *(ص 17، 18، مقدمو ڪلام نواب فقير نواب ولي محمد خان لغاري)*

**نواب غلام محمد خان:** بن علي محمد خان، فارسي زبان ۾ وڏي مهارت رکندڙ هو. هي نواب ميرن جي پهرين چوياريءَ ۾ وڏي مرتبي وارو امير ۽ صلاحڪار هو. غلام محمد خان ڪي اندازو هو ته، سنڌ بابت انگريزن جا ارادا ڪي سُٺا نه هئا. مياڻيءَ جي جنگ کان اڳ، ميرجان محمد خان، مير خان محمد خان ۽ بختيار خان لغاريءَ سان، شامل راءِ هو ته ڪيئن به ڪري انگريزن جي تسلط ڪي ختم ڪجي. ليڪن افسوس ته ائين نه ٿيو. هن 02 ڊسمبر 1862ع تي اپپور ۾ وفات ڪئي. انگريز سنڌ تي قابض ٿيا ته سندس جاگيرون ضبط ڪيائون. *(ڪلام فقير نواب ولي محمد خان لغاري، مقدمو ص 25- 26)* هو فارسي زبان ۾ شعر به چوندو هو.

**نواب غلام الله:** وزيراعظم نواب ولي محمد جو ننڍو ڀاءُ هو. پنهنجي لياقت سبب مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان ڪي ويجهو ٿيو. ان ڪري ڪيس ٺرپارڪر جو نواب/ گورنر مقرر ڪيو ويو. مير ڪرم علي ڪيس عمرڪوٽ، بدين ۽ لاڙڪاڻي طرف جاگيرون ڏنيون. نواب غلام الله خان ڪي ميرن، عمرڪوٽ جو محافظ به بنايو. 1827ع ۾ جيمس برنس حيدرآباد ۾ هو. اهو به سندس تعريف ڪري ٿو. نواب صاحب، سرحدن جو محافظ هو. پاڻ ٻڙودا ۽ جوڌپور جي سربراهن سان، سِڌو سنئون لکپڙهه ڪندو هو. ڪجهه پاليسي اختلافن سبب هو استعيفا ڏئي، نئين طرف هليو ويو ۽ موجوده ميرپور ساڪري تعلقي ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. هن خطي ۾ اڄ به 'ڳوٺ غلام الله' سندس ياد تازي ڪري ٿو. پوءِ مير صاحب پنهنجو پٽ موڪلي ڪيس پرچائي آندو ۽ وري هن ڪي نواب مقرر ڪيو ويو. *(ڪلام فقير نواب ولي محمد خان لغاري، مقدمو ص 38- 40)* غلام الله خان سن 1838ع ۾ فوت ٿيو.

**نواب خان محمد خان:** هي نواب غلام الله جو پٽ هو. والد جي وفات کانپوءِ ميرن جو مختياركار ۽ عمرڪوٽ جو نواب مقرر ٿيو. انگريزن جي قبضي بعد نواب غلام الله وارين جاگيرن مان، مٺياري، عمرڪوٽ ۽ لاڙڪاڻي وارين جاگيرون نواب خان محمد خان ۽ سندس وڏي فرزند غلام مصطفيٰ جي نالي بحال ٿيون. *(حوالو مٿي ڏنل، ص 43)*

**نواب غلام شاهه:** پٽ غلام الله خان همت وارو ماڻهو ٿي گذريو. ميرن جي دور ۾ غلام شاهه اسلام ڪوٽ جو حاڪم هو. سوڍن ڪي ڪچلڻ ۽ آڻ مڃائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيائين. ڪڇ جي انگريز عملدار هڪ خط ۾، بمبئيءَ جي گورنر ڪي لکيو ته، نواب غلام شاهه لغاري، جيڪو اسلام ڪوٽ جو حاڪم آهي، ان جي فوج، ننگرپارڪر جي سوڍي پونجا جي ڌاڙيلن جو پيڇو ڪري رهي آهي. *(حوالو مٿي ڏنل، ص 45)* نواب غلام شاهه ميرن جي حڪومت لاءِ وڏيڪ ۽ اهم خدمتون سرانجام ڏنيون، جن بابت مواد موجود آهي.

**مير عظيم الدين ٺٽوي:** مير عظيم الدين بن سيد يار محمد، مير علي شير قانع جو پوٽو هو. مير عظيم الدين (1163- 1229هه)، ٺٽي جي اهم اديبن ۽ شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو. مير عظيم، حيدرآبادي ميرن سان لاڳاپيل هو. هن فارسي شعر ۾ 'فتح نامہ' نالي ڪتاب لکيو، جنهن ۾ ڪلهوڙن جي آخري دور ۽ ٽالپرن جي ابتدائي زماني جي تاريخ لکيائين. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ 1967ع ۾ ڇپيو آهي.

**مير غلام علي 'مائل':** هي مير قانع جو پٽ هو. سٺو فارسي گو شاعر ٿي گذريو. حيدرآباد جي ميرن سان تعلق رکيائين. سن 1181هه ۾ ڄائو ۽ 1251هه ۾ فوت ٿيو. سنڌي ادبي بورڊ سندس ڪليات ڇپيو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي تاريخ بابت سُٺو مواد ملي ٿو.

**سيد ضياء الدين:** مير قانع جو پاءُ هو. ضيا شاهه ميرپورخاص جي ماڻڪاڻي ميرن سان لاڳاپيل رهيو.

**عبدالمجيد جوکيو:** ميرن جي ابتدائي دور ۾ ٿي گذريو آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي خيال ۾ عبدالمجيد جوکيو اتر سنڌ جو هو. پر اصل ۾ سندس تعلق لاڙ يا هيٺين سنڌ سان هو. ڪلهوڙن جي آخري ايامن ۽ ميرن جي شروعاتي ڏينهن بابت، هڪ تاريخي ڪتاب تيار ڪيائين. هي ڪتاب فارسي زبان ۾ نثر ۽ نظم ۾ آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب هي ڪتاب 'تاريخ بلوچي' جي نالي سان 1996ع ۾ ڇپيو آهي.

**صوفي صادق فقير:** ميرن جي دور جو اهم سنڌي شاعر ٿي گذريو آهي. هن جو تعلق عمرڪوٽ جي خطي صوفي آباد سان هو. ذات جو سومرو هو. صوفي صاحب 1756ع ۾ موجود ڄائو ۽ 1849ع ۾ گذاري ويو. سندس مقبرو سندس نالي سان قائم شهر 'صوفي فقير' ۾ آهي. صوفي صادق فقير ڪنهن ستايل جو مسئلو حيدرآباد جي ميرن وٽ کڻي آيو. پر انهن کي انصاف نه مليو. ان تي فقير مير حاڪمن لاءِ پاراتي جو شعر چيو. جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي. هن سنڌ جو پهريون راڳنامو لکيو ۽ سندس ڪلام ۾ جهوڪ جي معرڪي جو ڪيڏارو اهم حيثيت رکي ٿو.

اسد جمال پلي صاحب، صوفي فقير جو ڪلام 'وڙهيا، واڳيا، واپريا' جي عنوان سان مرتب ڪري، ڊسمبر 1998ع ۾ ڇپايو آهي.

**خليفو نبي بخش قاسم:** سنڌ جو مشهور عوامي شاعر خليفو نبي بخش ولد بالاچ خان لغاري، سن 1776ع ۾ ڄائو. ڪرڙيءَ جي جنگ تي ڪيڏاري لکڻ سبب، کيس سنڌ جو قومي شاعر سڏيو وڃي ٿو خليفي صاحب جو تعلق ميرپورخاص جي ميرن سان هو. پر پوءِ اهو علائقو ڇڏي موجوده بدين ضلعي ۾ وڃي ويٺو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب سندس ڪلام گڏ ڪري 'خليفي صاحب جو رسالو' عنوان سان 1966ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو هو.

**مرزا خسرو بيگ:** اصل گرجستان جو هو ستن سالن جي عمر ۾ قيد ٿي ايران جي سپهه سالار حاجي محمد ابراهيم وٽ پهتو. جنهن کيس پالي وڏو ڪيو. مير ڪرم علي خان کي اولاد نه هو ان جي خواهش تي خسرو بيگ کي، مير صاحب جي وڪيل ملا محمد اسماعيل، حاجي ابراهيم جي اجازت سان سنڌ ۾ آندو. ان وقت سندس عمر پندرهن ڪن ورهيه هئي. مير ڪرم علي خان کيس پٽيلو ڪري رکيو ۽ کيس خاص وزير ۽ امير واڻگي رکيائين. 1827ع ۾ مير ڪرم علي خان جي وفات کانپوءِ، خسرو بيگ گوشه نشين ٿي ويو. پر پوءِ به مير صاحبان کيس گهڻي اهميت ڏيندا رهيا. نيپيئر سان ڳالهين ۾ هن مکيه ڪردار ادا ڪيو مياڻيءَ جي جنگ کانپوءِ ميرن سان گڏ کيس به قيد ڪيو ويو پر پوءِ ميرن جي ديرن جي سنڀال لاءِ کيس ڇڏي ڏنائون. هن 1860ع ۾ وفات ڪئي. مرزا صاحب کي چار پٽ ٿيا: سندس اولاد نواب محمد خان ٿوڙهي جي ٽنڊي ۾ رهندو اچي. *(قديم سنڌ..... ، ص 225- 226)* خسرو بيگ 'محڪ خسروي' (فارسي) نالي هڪ ڪتاب تيار ڪيو. جنهن کي ڊاڪٽر فائزه زهرا ميرزا مرتب ڪري ايران مان 2011ع ۾ ڇپرايو آهي. هوندئن به گرجي مرزائن تي ڪوڙ مواد ملي ٿو.

**امبرت راءِ:** مير عبدالله خان جو اعتبار جوڳو منشي هو جڏهن مدد خان سنڌ تي حملي آور ٿيو تڏهن الهداد ليکيءَ سان گڏ پيغام رسانيءَ جو ڪم ڪيائين. امبرت بابت وڌيڪ علم ڪونهي ته، هن ميرن جي حڪومت ۾ ڪهڙا ڪارناما سرانجام ڏنا. *(قديم سنڌ...... ص 213)*

**جيئندل شاهه:** مير نصير خان جي زماني ۾ حيدرآباد جو ڪوٽوال هو. انگريزن جو لشڪر ڪابل ٿي ويو ته، ڪي انگريز حيدرآباد جو شهر ڏسڻ آيا. جيندل شاهه ان ڏس ۾ جوڳا اپاءَ ورتا.

**ديوان گدو مل:** ڪلهوڙا دور ۾ سنڌ جي هن لائق سفير، امير ڪبير بابت مناسب مواد پيش ڪيو ويو آهي. جڏهن ڪلهوڙن کانپوءِ ٽالپر آيا، تڏهن انهن وٽ به ساڳي عزت لڌائين. ميرن جي پاران دهليءَ ۾ سفير به ٿي رهيو. پر غلام علي خان کي هن ۾ دغا جو شڪ پيو ان جي اشاري سان ڪن ماڻهن کيس سندس گهر ۾ لنين هٽي ماري ڇڏيو. گدوءَ جو ٽنڊو يا گدو بندر ۽ حيدرآباد ۾ گدواڻي گهٽي سندس نالي جي پٽيان سڏجن ٿا. *(قديم سنڌ، ..... ص 223)*

**سيٺ نائون مل:** پوجي مل جو پوٽو ۽ سيٺ هوتچند جو پٽ هو. اصل خدا آباد ۾ رهندا هئا، پر پوءِ اچي ڪراچيءَ کي آباد ڪيائون. ڪراچيءَ ۾ رهڻ ڪري سمنڊ ذريعي پرڏيهه سان واپار ڪيائون. ميرن جي ڏينهن ۾ انگريزن جو لشڪر ڪراچيءَ ۾ لٿو. جيڪو شاهه شجاع جي مدد لاءِ ڪابل ٿي ويو. ميرن ان لشڪر کي روڪيو. پر نائون مل انگريزن جي مدد ڪئي. انگريزي لشڪر ڪراچيءَ ۾ ڪجهه ڏينهن ترسيو ۽ پوءِ درياهه رستي اڳتي وڌيو. تڏهن به سيٺ پرڏيهي لشڪر جي مدد ڪئي. انگريزن سنڌ فتح ڪئي ته سيٺ کي گهڻو مان ڏنائون. کيس سي. ايس. آءِ جو لقب ڏنائون، جيئن شير سنڌ مير شير محمد کي. *(قديم سنڌ........ ، ص 228)*

سيٺ نائون مل پنهنجي يادگيرين ۾ ميرن پاران، سندس خاندان تي ٿيل ظلمن جو داستان پيش ڪيو آهي، جنهن موجب نه رڳو سيٺ جي والد 'هوتچند' جو ختنو ڪرايو ويو ۽ پر کيس نظربند ڪري، مٿس طرحين طرحين جا ظلم ڪيا ويا. انگريزن جي سنڌ جي فتح کانپوءِ نيپيئر به سيٺ نائون مل سان زيادتيون ڪيون. فريئر سنڌ جو ڪمشنر ٿي آيو ته پوءِ سيٺ سان ٿيل بي واجبين جو ازالو ڪيو ويو. سيٺ 1888ع ۾ ديهانت ڪري ويو. *(يادگيريون، ترجمو: محمد حنيف صديقي، مختلف صفحا)*

**هوش محمد شيدي:** سنڌ جو لاثاني بهادر شخص هوش محمد شيدي، چون ٿا ته اصل ۾ حبشي غلام هو وڏي همت وارو ۽ دلير انسان هو مير صوبدار خان جو خاص ماڻهو هو صوبدار چاچن سان بغاوت ڪئي ته، هن سندس طرف ڪنيو ۽ مدد ڪئي. ڏبي جي جنگ ۾ هن مير شير محمد خان جو ساٿ ڏنو ۽ جنگ ڪندي شهيد ٿي ويو *(قديم سنڌ، ص 230)*

• سندس مزار بابت اختلاف آهن. هڪ راءِ موجب هوش محمد شيديءَ کي انگريزن وڏي فوجي اعزاز سان حيدرآباد جي پڪي قلعي ۾ دفن ڪيو.

ٻيءِ راءِ موجب هن جي مزار 'دُٻي' جي ميدان جنگ (قبرستان) ديهه ناريجاڻي، تعلقي حيدرآباد ۾ آهي، جتي مزار ڍهيل آهي، ۽ شهيدن جو قبرستان به موجود آهي، جيڪو زرعي زمين ۾ تبديل ٿي ويو آهي. ان قديم قبرستان جي حيدرآباد طرف واري ڇيڙي تي انگريز آفيسرن جو يادگار ڍهيل آهي، جنهن جي پرسان ثقافت کاتي 'هوشو شيدي يادگار' پڻ ٺهرايو آهي.

**ثابت علي شاهه:** مير ڪرم علي خان جي دور جو مشهور مرثيه گو شاعر ٿي گذريو آهي. اصل ملتان جو هو ۽ پوءِ ڪلهوڙن جي دور ۾ ملتان کان سنڌ ۾ آيو. سيوهڻ ۾ اچي مستقل رهائش اختيار ڪيائين. هن کي ڪلهوڙن ۽ ميرن حاڪمن کان مدد معاش ملندي هئي. سيوهڻ ۾ قلندر جي درگاهه تي گهڻو ويندڙ هو. عربي ۽ فارسي ٻولين جو اڪابر هو. سنڌي ۽ فارسي زبان ۾ شعر چيائين. ثابت علي شاهه 1810ع ۾ فوت ٿيو. سندس مقبرو سيوهڻ ۾ آهي. ثابت علي شاهه اهل تشيع سان تعلق رکندو هو. شعر به ان رنگ ۾ چيائين. سندس ڪلام مرزا عباس علي بيگ مرتب ڪري، ڪراچيءَ مان 1984ع ۾ ڇپرايو هو.

**آوت راءِ:** مير صوبدار خان جو منشي هو. نيپيئر ۽ مير صوبدار وچ ۾ معاملن کي اڳتي وڌائڻ وارو منشي آوت راءِ هو. پر مير صوبدار جي خواهش پوري نه ٿي سگهي. *(قديم سنڌ، ص 213)*

**آغا اسماعيل شاهه:** اصفهاني سيد هو. قسمت سانگي سنڌ ۾ پهتو. ميرن جو خاص ماڻهو ٿي رهيو. پورا ٻارهن سال ڪابل ۾، ميرن جي پاران سفير ٿي رهيو *(قديم سنڌ، ص 210)*

**آغا ابراهيم شاهه:** اصل اصفهان جو هو. هن جو والد مير عبدالهادي، اصل ۾ مدراس جي راجا جو حڪيم هو. جو پوءِ ميان نور محمد جي گذارش تي سنڌ موڪليو ويو. عبدالهادي شاهه جي وفات ڪانپوءِ سندس پٽ ابراهيم شاهه معتبر امير ٿي گذريو آهي. هو ٽالپرن جي اعتماد وارو ماڻهو هو. سياست ۽ سفارت ۾ ماهر ٿي گذريو آهي. آغا اسماعيل شاهه جو ٽنڊو قليليءَ جي ڪناري تي آهي، جتي اڄ به آغا ابراهيم شاهه جو اولاد رهي ٿو. *('تڪمله مقالات الشعراءَ'، ص 314)*

**بهادر خان کوکر:** مير مراد علي خان جي دور جو بهادر اڳواڻ ٿي گذريو. جيمس برنس لکي ٿو ته، هڪ ڀيري مير صاحب، مون کي چيو ته سندس پوٽلگن ۾ بهادر خان سڀ کان زياده بهادر ۽ ممتاز شخص آهي. ان کان سواءِ محمد خان کوکر ۽ خير محمد نوڙهو به اهميت رکندڙ آهن. *(سنڌ جي دربار، سنڌي ترجمو ص 90)*

**آخوند بچل:** مٽياري شهر جو هو. ابتدا ۾ مير نصير خان جو استاد هو پوءِ مير نصير خان جو منشي ۽ صلاحڪار ٿيو. مير نصير جي پٽن ۾ تڪرار ٿيو ته، آخوند بچل انهن کي آئوٽرام ڏانهن وٺي ويو نتيجي ۾ آئوٽرام ٻنهي پاٽرن: مير شهداد خان ۽ مير حسين علي جي وچ ۾ ناهه ڪرائي ڇڏيو. نيپيئر پاران ميرن تي نئون عهدنامو ڪرڻ لاءِ دٻاءُ پيو اڪثر ميرن مخالفت ڪئي. ليڪن آخوند بچل ۽ نواب احمد خان لغاري، ناهه جي حمايت ڪئي. *(قديم سنڌ، ص 211- 212)*

**پرتاٻراءِ منشي:** پرتاٻراءِ، مير صوبدار خان جو خاص منشي هو. جڏهن سن 1826ع ۾ مير صوبدار، چاچن سان بغاوت ڪئي، ته پرتاٻراءِ، مير صوبدار خان جي ڏوڪڙ پئسي ۾ خاص مدد ڪئي. هو اصل ۾ شهدادپور جي پرسان لانيين ۾ رهندو هو آخر ۾ جلالاڻي ٻروچن هٿان مارجي ويو *(قديم سنڌ، ص 219)*

**طاهر خدمتگار:** مير غلام علي خان جو خاص امير هو 1803ع ۾ مير ٿاري ۽ مير غلام علي خان ۾ تڪرار ٿيو ته، طاهر اڳتي مقابلو ڪري مير ٿاري کي شڪست ڏني، پڪڙي وٺي آيو. ٻين موقعن تي به هن خدمتون سرانجام ڏنيون. حيدرآباد ۾ قلعي جي ڀرسان طاهر بازار هن جي نالي تي سڏجي ٿي. *(قديم سنڌ، ص 221)*

**فقيرو خدمتگار:** مير غلام علي خان جو خاص درٻاري هو. ڪڇ ۾ ڏڪار پيو، ماڻهن لڏپلاڻ ڪري، سنڌ ۾ اچي ٻار ٻچا وڪيا. مير صاحب فقيري تي ڪم رکيو ته، ڪڇين جي بحالي ۽ مدد ۾ خاص معاون بنجي ڪم ڪري. هن ان ڏس ۾ خوب نباهيو هڪ مرحلي تي فقيرو خدمتگار، حيدرآباد جو ڪوتوال به رهيو *(قديم سنڌ، ص 222)*

**مختيار خان لغاري:** مير نصير خان جي اميرن مان هو. هي انگريزن جي سخت خلاف هو. مياڻيءَ جي جنگ ۾ شريڪ رهيو ۽ شڪست کاڌائين. *(قديم سنڌ، ص 230)*

**يوسف خدمتگار:** مير نصيرخان جو خاص ماڻهو هو. چارلس نيپيئر سان آخري صلح لاءِ مرزا خسرو بيگ ۽ غلام علي نظاماڻيءَ سان گڏ يوسف خدمتگار به شامل هو. ڳالهيون ناڪام ٿيون ۽ جنگ ٿي، جنهن ۾ ميرن جي هار ٿي. آخرڪار انگريزن قلعي کي خالي ڪرايو. تڏهن يوسف خدمتگار، ميرن جي ديرن کي وٺي، ٽنڊي آغا جي پرسان 'ٽنڊي يوسف' (سندس نالي ۾ ٺهيل) ۾ اچي رهيو. ان دور ۾ ڪيس وڏي دولت هٿ آئي هئي ۽ هي امير ماڻهو ٿي پيو هو. مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته، پوءِ اها دولت گم ٿي ويس ۽ سندس اولاد به غريب مسڪين ٿي رهيو. *(قديم سنڌ، ص 230- 231)*

**خير محمد نوڙهو:** نواب خير محمد ۽ بهادر خان ڪوکر دوست هئا ۽ گڏ رهندا هئا. سندن ذڪر اڳ ۾ اچي چڪو آهي. مير مراد علي خان جي خانگي ڪم جو مختيارڪار هوندو هو *(سنڌ جي دربار، ص 90)*

**منشي خوشيرام:** ميرن جي سرڪاري لکپڙهه منشي خوشيرام ڪندو هو *(سنڌ جي دربار، ص 91، سنڌي ترجمو)*

**حاجي احمد خدمتگار:** مير فتح علي خان جو خاص امير هو. هڪ موقعي تي ڪڪرالي جي ڄام، فساد ڪيو تڏهن هي قيصر نظاماڻيءَ سان گڏ ان طرف ويو. ڄام کي شڪست ملي ۽ سندس ڪيترا ماڻهو مارجي ويا. قلعي (پڪي قلعي حيدرآباد) جي قبضي وٺڻ لاءِ، ميرن حاجي احمد خدمتگار جون خدمتون حاصل ڪيون هيون. قلعي ۾ اڃا ڪلهوڙن جا ديرا رهندا هئا. وڏيءَ مهارت سان پڪو قلعو خالي ڪرائي، ڪلهوڙن جا ٻار ٻچا ڪڍي شالمين شيديءَ هٿان، ميان عبدالنبيءَ ڏانهن جوڌپور موڪلي ڏنائين. *(قديم سنڌ، ص 220)*

## ٽالپرن جي دور جو عام جائزو

ٽالپر مير جيتوڻيڪ سنڌ جي لحاظ کان ڌاريان هئا، البت انهن جو تعلق ديري غازي خان (سنڌو ماٿر) سان هو. ابتدا ۾ هي گهراڻو ڪلهوڙن جي مريديءَ ۾ آيو ۽ پوءِ اورنگزيب جي دور ۾، ٽالپرن کي ملتان جي ناظم معزالدين فوجي ۽ سياسي لحاظ کان اڳتي وڌايو. ڪلهوڙا باضابطه طور تي 1701ع ۾ اتر سنڌ جا حڪمران ٿيا، ۽ پوءِ 1736ع ۾ سموري سنڌ انهن جي قبضي ۾ اچي وئي. تڏهن مير شهداد خان ٽالپر اهم فوجي اڳواڻ بڻجي ويو. هن ڪيترن ئي معرڪن ۾ حصو ورتو ۽ سوڀارو ٿيو. بعد ۾ سندس اولاد به مکيه عهدن جو مالڪ بڻجي ويو. 1775ع تائين نه رڳو ٽالپر وڏين وڏين جاگيرن جا مالڪ بڻجي ويا، پر اهي اهم شهر تعمير ڪري جدا جدا علائقن ۾، مقامي ماڻهن تي فوقيت رکندڙ به ٿي ويا. ان کان سواءِ مکيه عهدن خاص ڪري اهم فوجي عهدن جا مالڪ به بڻجي ويا. ميان سرفراز ڪلهوڙي جي دور ۾ ڪلهوڙن جو زوال شروع ٿيو ته، ٽالپرن مزاحمت ڪندي حڪومتي تبديليون به ڪرايون ته ڇڪتاڻ کي به وڌايو. نتيجي ۾ ڪي مکيه ٽالپر فوجي سربراه راه رباني وٺي چڪا. نيٺ مريد خاندانَ يعني ٽالپر 1783ع ۾ مرشدن يعني ڪلهوڙن جي سامهون ٿيا. هالاڻيءَ جي جنگ ۾ ڪلهوڙن هارايو ۽ ٽالپرن لڙائيءَ ۾ سوڀ حاصل ڪري، سنڌ جي اقتدار تي قبضو ڪيو. ابتدا ۾ ٽالپرن جي پهرئين حاڪم مير فتح علي خان جو تختگاه 'خداآباد' (هالا) ۽ پوءِ مستقل طور تي 'حيدرآباد' شهر رهيو. ٽالپرن سٺ سال (1783- 1843) سنڌ تي راڄ ڪيو. ان دور جي مڪمل تجزيي لاءِ هڪ جدا ڪتاب لکڻ جي ضرورت آهي. ڪجهه اهم ڳالهين جو ذڪر ڪجي ٿو:

مير ٽالپر مزاج ۾ هڪ ٻئي سان ٺهي هلڻ يا رهڻ لاءِ تيار نه هئا. سندن ڏاڏو مير شهداد خان وڏو. پنهنجي چاچي مير صوبدار کان ناراض ٿي، اچي ڪلهوڙن وٽ نوڪريءَ ۾ بيٺو. ۽ سندن مذهبي اصول قبول ڪيائين..... جيئن ته هو ٻروچن جو رئيس هو. ان ڪري ڪيترا ٻروچ ساڻس گڏ سنڌ ۾ رهيا. هي واقعو ٻروچن جو سنڌ ۾ پهريون دفعو بنياد پوڻ جو آهي. *(نئين مصر جا پراڻا ورق، ص 378، سنڌي ترجمو)* ان پسمنظر ۾ جڏهن ٽالپر سنڌ ۾ تخت ڌڻي بنيا، تڏهن اهي پاڻ ۾ ٺهي راڄ نه ماڻي سگهيا. مير فتح علي خان ڏاڍي ڪوشش ڪئي ته سنڌ کي هڪ رياست يا ملڪ طور هلائجي. پر مير سهراب خان ناراض ٿي فاتح سنڌ هجڻ جي دعويٰ ڪئي. لاچار ٿي، ڪلهوڙن جيڪا متحده سنڌ اڏي هئي، ان جا سياسي ۽ انتظامي سطح تي سَت حصا ڪيا ويا. چار حصا شهداداڻي سرڪار (حيدرآباد)، ٻه حصا سهراباڻي سرڪار (خيرپور)، ۽ هڪ حصو مانڪاڻي سرڪار (ميرپورخاص) کي مليو ۽ ائين سنڌ ملڪ جو وحدتي ۽ جاگرافيائي نقشو متاثر ٿيو. ان عمل جا وڏا نقصان ٿيا. جڏهن انگريزن سنڌ کي حاصل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته، کين ڪا خاص تڪليف نه ٿي، مانڪاڻي ۽ شهداداڻي سرڪار ۾ وَلِ جي جنگ، مير صوبدار خان جي چاچن سان اڻبڻت ۽ حيدرآباد جي اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ نيپيئر جي مدد حاصل ڪرڻ، ۽ خيرپور ۾ سهراباڻين ۾ نااتفاقي، مير علي مراد پاران چارلس نيپيئر جي مدد سان مير رستم کي ڀڄائي، خيرپور تي قبضو ڪرڻ. انهن ڳالهين ۽ گهرو انتشار جو فائدو انگريزن ورتو ۽ 1843ع ۾ سنڌ فتح ڪيائون. انگريز ته ان دور ۾ سپرپاور هئا ۽ کين للڪارڻ ڏکيو هو، پر ڀڪوڙا افغان حڪمران به ٽالپرن لاءِ، ان ڪري طاقتور هئا، ڇو ته کين ميرن جي گهرو ويڙهه جي خبر هئي. ان ڪري شاهه شجاع ٻي لشڪر سنڌ ۾ آيو ته به ميرن کي هيسائي، کانئن ڳچ نذرانو وٺي ويندو هو. هڪ ڀيري ڏهه لک روپيه (10 لک) ۽ ٻئي ڀيري 12 لک روپيا وٺي پوءِ سنڌ ڇڏيائين. *(جنت السنڌ، ص 618، ص 683)*

ميرن ٽالپرن جيئن ته طاقت جي زور تي سنڌ ورتي هئي، ان ڪري سنڌ جي اصل رهاڪن جو نه وٽن ڪو قدر ۽ نڪا حيثيت هئي. ان ڪري ٽالپرن جي اقتدار ۾ اچڻ تائين ڳچ بلوچ قبيلا سنڌ ۾ داخل ٿي طاقتور بڻجي چڪا هئا. مولائي شيدائيءَ پنهنجي ڪتاب ۾ جاگيردارن جون ذڪر ڪندي هيٺيان بلوچ قبيلا ڄاڻايا آهن: عيساڻي، جيئنداڻي، هليلاڻي، مراداڻي، بهاراڻي، گهراماڻي، جيوناڻي، ياراڻي، درياخاني، خاناڻي ۽ آدماڻي. انهن قبيلن کي به ٽالپرن جي شاخ سڏيندي لکيو ويو آهي ته، شاهي عزت ۽ قومي وقار کي قائم رکڻ لاءِ متين سرڪارن، هنن قبيلن کي وڏيون جاگيرون ۽ عهدا ڏنا هئا. *(جنت السنڌ، ص 594)* ان کان سواءِ حاجواڻي، سڪلاڻي، رند، ڪوسا، چانگ، لنڊ، بزدار، پتافي، گبول، باگراڻي، ٻليدي، ڀرڳڙي، جمالي، شهلياڻي، مگسي، لغاري، حاجي زئي مري، نظاماڻي، ڪلمتي ۽ چانڊيا. مقامي قبيلن ۾ رڳو: ڏهرن، جوکين ۽ نومڙين جو ذڪر ملي ٿو. جن کي ٽالپرن جاگيرن ۽ رعايتن جو حقدار سمجهيو. *(جنت السنڌ، مختلف صفحا)* غير جانبدار لکندڙن موجب ٽالپرن جو دور قبيلائي طرز حڪمراني ۽ فوجي حڪومت جو نمايان نمونو هو. ان پس منظر ۾ سنڌي قبيلا پوئتي پئجي ويا ۽ سنڌ ۾ بلوچ اقتصادي توڙي سياسي لحاظ کان اڄ به اڳڀرا آهن.

ميرن ٽالپرن سنڌ کي اقتصادي طرح سان به گهڻو نقصان ڏنو. هو اصل ۾ جابلو علائقن مان آيا هئا. انهن کي سنڌ جي زرخيز زمينن، ميدانن ۽ سنڌو درياهه جي اهميت جي گهٽ خبر هئي. حاڪمن ۽ شهزادن زرخيز زمينن کي ختم ڪري، اتي پنهنجي وندر لاءِ شڪارگاهه قائم ڪيا. جڏهن مير شڪار لاءِ ويندا هئا ته، وڏي شان مان سان ويندا هئا. سنڌو درياهه جي ڪنارن سان موجود وڏا وڏا ٻيلا شڪارگاهن ۾ تبديل ڪيا ويا. عام انسانن کي اهو فڪر هو ته زرعي آبادي گهٽجڻ ڪري، اقتصادي حالتون خراب ٿي رهيون آهن، جنهن جو اثر عام غريب ماڻهن تي پيو ٿي. *(سنڌ جي سماجي ۽ ثقافتي تاريخ، اردو ص 224- 228)* تاريخدان ايس. پي ڇٻلاڻي زراعت ۽ آبپاشي نظام جي معاملي ۾ ڪلهوڙن کي وڏيڪ اهميت ڏيندي لکي ٿو ته، ٽالپرن سڄي نظام کي تباهه ڪري ڇڏيو. ٽالپرن پنهنجي گهرو جهڳڙن جي ڪري ملڪ سڄو ورهائي پٽيون ڪري ڇڏيو ۽ نتيجو اهو نڪتو، جو ملڪ جي حالت ڏينهون ڏينهن خراب ٿيندي وئي ۽ ان سان گڏ واهن جي انتظام تي به ڪنهن ڌيان نه ڏنو.. ايچ. ٽي. ليمبرڪ موجب سنڌ ۾ ڪيئي نصير واهه آهن، جي هر هڪ

ضلعي ۾ ’ميرواهه‘ جي نالي سان وهن ٿا. ميرن جي زماني ۾ ڪوٽايل واهن جو انداز ڪافي ميلن ۾ هوندو. (سنڌ جي اقتصادي تاريخ، ص 39-40) نامور آبپاشي ماهر ايم. ايڇ. پنهور به ٽالپرن جو ذڪر ڪندي نه ته، انهن جي آبپاشي نظام ڪان متاثر آهي، ۽ نه وري زراعت جي مقدار مان. سندس لِکت موجب: انهيءَ بي ڌيانيءَ ڪان سواءِ مير ۽ سندن جاگيردار شڪار جا ديوانا هئا. ان شغل ڪارڻ زرعي پيداوار ڏينهن پلي پئيءَ جي وڏن وڏن ٺڪرن تي رَڪَ ڪرائي، انهن ڪي ٻيلا بنائي ڇڏيندا هئا. ان ڪري 1843ع يعني ميرن جي خاتمي تائين پوک هيٺ ايراضي گهٽجي 09 لک ايڪڙ زمين وڃي بيٺي، ۽ انساني آبادي اٽڪل 14 لک. البت هن ڏس ۾ ڌار ڌار لکندڙن، الڳ الڳ انگ ڏنا آهن. جن ۾ گهٽو فرق ڪونهي. (سنڌ جي ريجائي تاريخ جا ڇهه هزار سال، ص 218) جڏهن ته هر مؤرخ آبپاشي نظام توڙي زراعت ۽ انساني واڌ جي حوالي سان، ميرن جي پيٽ ۾ ڪلهوڙن جي تعريف ڪري ٿو.

ميرن جي دور ۾ ڪي نوان شهر به وجود ۾ آيا. جن ڪي ’ٽنڊا‘ سڏيو ويو. ٽنڊي جو مفهوم سمجهائيندي لکيو ويو آهي ته، ڪنهن مکيه ماڻهوءَ جو ٻڌايل شهر. ننڍو شهر يا ننڍو ڳوٺ (جامع سنڌي لغات، جلد ٻيو، ص 694) [اصل ۾ ٽنڊا چئڻ ته مقامي ڇانوڻيون هئا، جتي ڪنهن مکيه ماڻهوءَ جي فوج رهندي هئي، جو ته ٽالپرن وٽ منظم فوج نه هئي.] هن دور ۾ اڪثر ٽنڊا وجود ۾ آيا. انهن مان ڪي هي آهن: ٽنڊو باگو، ٽنڊو الهيار، ٽنڊو محمد خان، ٽنڊو ڄام، ٽنڊو مستي خان، ٽنڊو قيصر، ٽنڊو آغا، ٽنڊو نور محمد ۽ ٽنڊو يوسف وغيره.

جيئن ته ميرن متحد سنڌ تي حڪومت نه ڪئي. ان ڪري انهن تعمير ۽ ترقيءَ جا ڪي روشن مثال به نه ڇڏيا. البت ميرن جي لاءِ ’رني ڪوٽ‘ جي تعمير جي دعويٰ ڪئي وئي آهي. جڏهن ته اڪثر محقق هن راءِ کي رد ڪن ٿا. البت ’ميري ڪوٽ‘ ۽ ’شير ڳڙهه‘، جيڪي هن ڪوٽ ۾ اندر آهن ۽ ننڍا آهن، انهن جي تعمير ميرن جي دور ۾ ٿي. اهي به ننڍا قلعا به دفاعي نه، پر شڪار جي مقصد سان اڏيا ويا هئا. ان ڪان سواءِ ميرن ٿر ۾ به ڪي ڪوٽ قلعا جوڙايا. نئون ڪوٽ، علي ڳڙهه (ڇيلهار)، اسلام ڳڙهه (اسلام ڪوٽ)، ۽ فتح ڳڙهه (مٺيءَ جي ڏکڻ- اولهه ۾). وقت گذرڻ سان اهي ختم به ٿي ويا. (سروپچندر شاه جو مضمون، ڇپيل رسالو ’مهراڻ‘) مير ڪرم علي خان جي وفات 1828ع ۾ ٿي. هن جي ميت کي حيدرآباد شهر جي اولهه اتر پاسي هڪ ٽڪريءَ تي دفن ڪيو ويو. فن تعمير جي لحاظ ڪان هن مقبري جي وڏي واکاڻ ڪئي وئي آهي.
حڪمران جي حيثيت ۾ ميرن جي حاصلات اها آهي ته، ميان عبدالنبيءَ جي دور ۾ عمرڪوٽ ۽ ڪراچي، سنڌ جي حدن مان نڪري چڪا هئا، پر ٽالپرن همت ڪري اهي شهر يا علائقا جوڌپور ۽ قلات ڪان واپس ورتا، سنڌ جي حاڪميت ۾ شامل ڪيا. ان ڪان سواءِ طويل عرصي ڪان شڪارپور افغانن جي قبضي ۾ هو، ان کي به حاصل ڪري سنڌ ۾ شامل ڪيو ويو.

رابرٽ ليچ جي حوالي سان ايس. پي. ڇبلاڻي، ٽالپرن جي فوج جا انگ اکر ڏنا آهن: شهاڻي 1100، جوکيا 6000، رند 3000، مزاري 500، پندگ 500، کٽياڻ 1000، چلگري 500، نومڙيا 7000، چانڊيا 8000، لغاري 14000، جلالاڻي 4000، مري 7000، نظاماڻي 16000، جمالي 900، الڪاڻي 1000، گبول 1500، ڪوسا 1800، بگ 1000، پرڳڙي 800، باگراڻي 1000، ٽالپر 2200، گاڏهي 700، ٻڙدي 1800، لاشاري 2000، ڪرمتي 4000، ڊومبڪي 8000. ڇبلاڻي صاحب ميرن جي فوج جو تعداد 1,04,400 ڏنو آهي. (سنڌ جي اقتصادي تاريخ، انگريزي، ضميمو ٽيون) جڏهن ته ڪتاب جي سنڌي ڇاپي ۾ هي انگ 1,04,400 ڏسڻ ۾ اچي ٿو (ساڳيو ڪتاب، سنڌي ڇاپو، ص 266) حقيقت ۾ ساڳيو انگ 1,03,400 درست بيهي ٿو. سنڌ جي لشڪر جو تعداد ۽ قبيلن جا نالا، ڏيکارين ٿا ته، ٽالپر اصل سنڌين کي ڪيتري اهميت ڏيندا هئا، ۽ بلوچن لاءِ ڪيترو اعتبار ۽ اعتماد هوندو هو.

جڏهن 1843ع ۾ ’مياڻي‘ جي فيصلي ڪن جنگ ٿي، تڏهن نومڙين ۽ جوکين ته هنن جو ساٿ نه ڏنو. البت چانڊين به ٽالپرن جي مدد ڪان ڪن لاڻار ڪئي. هڪ مصنف موجب: جيئن لوور سنڌ ۾ جوکين ۽ نومڙين انگريزن جو طرف ورتو هو. تيئن اپر سنڌ ۾ چانڊين جو سردار جنهن کي ٽالپرن سان روايتي دشمني هئي، سو انگريزن سان ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو (جنت السنڌ، ص 734) ٽالپرن جي جنگ (مياڻي) به دنيا جي مثالي ويڙهه آهي. نيپيئر وٽ ٻه هزار اٺ سؤ سپاهي، ۽ ٻارهن عدد توبون هيون. بلوچي لشڪر وٽ ٻاويهه هزار ۽ پندرهن توبون هيون. 17 فيبروري 1843ع تي ٿيل جنگ صرف ٽي ڪلاڪ هلي. انگريزن جا 27 سپاهي ۽ ڪجهه آفيسر ماريا ويا. جڏهن ته ٽالپري فوج جا پنج هزار جانباز ڪم آيا. ڊاڪٽر مبارڪ علي ٽالپرن جي دور ۾ لکيل، سنڌ بابت ڪتابن کي سامهون رکي، هن دور جي سماجي ۽ ثقافتي تاريخ تيار ڪئي آهي، جنهن ليکڪ پنجون باب ’انتظاميه ۽ حڪومت‘ جي عنوان سان لکيو آهي. ان حڪومت جو نمونو، بجيٽ، محصول، فوج، پوليس، انصاف، ماپ تور جو نظام، انتظامي عهديدار ۽ ڳوٺاڻو انتظام وغيره، جهڙن عنوانن تي خوب روشني وڌي آهي. (ص 229- 246) مير حاڪم خود علم ادب ۽ خاص ڪري، فارسي شعر ۽ شاعريءَ جا سُخندان هئا. سندن نالي ۾ مثنويون، غزل، قصا ۽ داستان وغيره ملن ٿا. ابراهيم خليل ٺٽويءَ ’تڪمله مقالات الشعراء‘ ۾ تفصيل ڏنا آهن. هي ڪتاب انگريزن جي دور ۾ لکيو ويو ۽ پير حسام الدين راشديءَ جي سعيي سان ڇپجي چڪو آهي. ليڪن افسوس ته هن دور ۾ نه ته مير علي شير قانع پيدا ٿيو ۽ نه وري مخدوم محمد معين ۽ محمد هاشم جهڙا وڏا عالم!

مجموعي طرح سان ميرن جي دور لاءِ، تاريخن ۾ ڪي روشن لفظ نٿا ملن. ماڻهو سندن راڄ مان بيزار هئا. تڏهن ته صوفي صادق فقير چيو ته:

حيدرآباد ۾ هل ٿيو رَت وهي ٿي ريل،
پُورا اچي پِيل، ساري سنڌ صديق چوي!

(سنڌي ادب، ترجمو ص 65)

(مواد تيار ڪندڙ: ڊاڪٽر غلام محمد لاکو)

**ميرن جي زوال ۽ شڪست جا ڪارڻ:** سنڌ جي تاريخ شاهد آهي ته وقت جي حاڪمن جي شڪست جي باوجود سنڌي قوم مجموعي طرح شڪست قبول نه ڪئي آهي، ۽ فاتحن سان وقت به وقت اٽڪندي ۽ ويڙهون ڪندي رهي آهي. پر سنڌي ماڻهن جي ان تاريخي ڪردار ۽ روايت ۾ ميرن جي شڪست ڪانپوءِ وڏي تبديلي ۽ وڏو ڦيرو آيل ڏسجي ٿو. ميرن جي زوال ۽ شڪست جي ڪارڻن ۾ ان تبديليءَ جو به وڏو هٿ آهي. مجموعي طرح ان تبديليءَ جا سبب ۽ ميرن جي زوال جا ڪارڻ هيٺيان ٿي سگهن ٿا:

(1) هن دور جي معيشيت ۽ معاشرو بنيادي طور جاگيرداراڻو هو. ان ڪان اڳ سنڌ ۾ واپاري طبقو به وجود ۾ اچي چڱا پير کوڙي چڪو هو ۽ جاگيرداري معيشيت سان گڏ هلڪي نيم صنعتي دور جي شروعات ٿيڻ لڳي هئي. سنڌي هندو واپاري، ٻاهرين ملڪن مان واپار وسيلي دولت ميڙي سنڌ ۾ آڻيندا هئا. پوين ڪلهوڙن ۽ سندن جاءِ نشين ٽالپر حڪمرانن جي دور ۾ واپاري ۽ جاگيردار طبقي جا مفاد ٽڪراءَ جي صورت اختيار ڪري ويا. واپاري طبقي کي هيسائڻ ۽ ختم ڪرڻ لاءِ جاگيردارن، ڏلن، محصولن ۽ مذهبي اختلافن جا حربا ڪم آڻڻ شروع ڪيا. واپاري طبقو ايڏو سگهارو نه هو ۽ اڪثريت هندن جي هئي، جن سان ميرن جي بيجا روش جي ڪري ننڍين صنعتن جو زوال شروع ٿي ويو ۽ معيشيت وري زرعي معيشيت ڏانهن وڌڻ لڳي. واپاري طبقو ان صورتحال ۾ مڪمل طور ختم ته نه ٿي ويو هو، پر پسمنظر ۾ ڌڪجي ضرور ويو هو ۽ جاگيردار سان ٽڪر کائڻ لاءِ موقعي جي تلاش ۾ هو. پر اوچتو انگريز سامراج جي دخل اندازيءَ ان امڪان کي به رد ڪري ڇڏيو.

(2) ميرن جو ڪاروهنوار ۽ طرز عمل سچو نسلي ۽ قبائلي قسم جو هو. هنن ملازمتن ۽ فوج ۾ صرف پنهنجي نسل جي ماڻهن کي اهميت ڏني، ۽ سنڌ ۾ آڳاٽن آباد قبيلن کان زمينون، جائدادون، جاگيرون ۽ عهدا کسي، سندن حوالي ڪيا ويا.

(3) سنڌ جي واپاري ڪلاس جي ضرورت ۽ اهميت کان ڪن لاتار ڪري، ميرن انگريزن کي سنڌ ۾ واپار ڪرڻ جي کلي اجازت ڏئي ڇڏي، نتيجي طور مقامي واپاري طبقو ڪمزور ٿي ختم ٿيڻ لڳو جنهن ۾ گهڻائي سنڌي هندن جي هئي ۽ اهي به ميرن جي ان انگريز نواز رويي جي ڪري سندن خلاف ٿي ويا.

(4) ٽالپرن جو راڄ وڏيءَ حد تائين شخصي راڄ هو. سندن خاص دلچسپي زراعت ۽ صنعت، واپار جي بدران شڪار ڪرڻ ۽ خزاني کي ڀرين ڏلن ۽ محصولن سان پرڻ ۾ وڃي رهي هئي.

(5) سنڌ ۾ موجود اڪثريت مقامي ذاتين جي هئي، جن کي راڄداريءَ جي ڪمن ۾ ڪا به اهميت نه ڏني وئي. ان ڪانسواءِ ايراني اثر هيٺ 'شيعا مسلڪ' حاوي رهيو جنهنڪري اڪثريت ڪانئن ڪٽيل رهي. نتيجي طور مقامي ماڻهن ۾ ميرن لاءِ ڪا به همدردي باقي نه رهي.

(6) انگريزن کي بيجا رعايتون ڏئي، ڪين سموري حڪومتي ڪاروبار ۽ انتظام کان واقف ڪيو ويو، ان حد تائين جو انگريز، ميرن جي ذاتي ۽ گهرو اختلافن ۽ 'فوجي سگهه' کان به خبروار ٿي ويا.

(7) مير ٺاري ۽ مير غلام عليءَ جا ڪل جهڙا جهيڙا، مير رستم خان، مير علي مراد خان ۽ مير صوبدار خان جا اختلاف، مير صوبدار ۽ نائون مل جهڙن غدارين ۽ انگريزن سان ساٺ ڳنڍ جا واقعا به ميرن جي زوال جا اهم ڪارڻ هئا.

(8) ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌ جي وحدت بحال هئي ۽ ٻاهرين حملن کان سنڌ کي ڪنهن حد تائين نجات ملي هئي، اهڙيءَ حڪومت جو ميرن هٿان خاتمو پڻ سنڌي ماڻهن جي نظر ۾ ميرن جو جرم هو.

(9) ميرن جي مذهبي پاليسيءَ پڻ هندو مسلم اڪثريتي عوام کي ناراض ڪيو هو ۽ ماڻهن ۾ ميرن لاءِ عوامي همدردي ختم ٿي وئي هئي.

(10) ميرن جي مقابلي ۾ انگريزن وٽ جديد هٿيار ۽ جديد جنگي حڪمت عملي هئي، جنهن سنڌي ماڻهن کي مرعوب ڪري ڇڏيو هو. چو ته ميرن، مخصوص قبيلن کان سواءِ ٻي عام رعيت کي فوجي ڀرتيءَ جي لائق ئي نه سمجهيو هو، ان ڪري اهي جنگي فن کان محروم رهيا.

(11) آخري وقت ۾ مير انگريزن جا محتاج بنجي چڪا هئا، ايتري قدر جو محصول به انگريزن جي مرضيءَ سان مقرر ٿيندو هو ۽ سنڌو درياهه ۾ ٻين سوداگرن جي اجازت به انگريز ڏيندا هئا.

(12) سنڌي ماڻهو صدين جي جنگين ۽ مزاحمت سبب ڪنهن حد تائين ٿڪجي چڪا هئا، ان کان سواءِ ٽالپر حڪمرانن جو عوام سان ڪنهن به قسم جو ويجهو لاڳاپو نه هو، ان ڪري به عوام ميرن جي حڪومت بچائڻ لاءِ ڪو ڪردار ادا نه ڪيو.

مطلب ته ڪمزور سياسي ۽ اقتصادي نظام ۽ عوام کان ڪٽيل رهڻ سبب ميرن کي شڪست حاصل ٿي ۽ تاريخ جي مختصر ترين جنگ اندر سنڌي لشڪر هزارن جي تعداد ۾ مارجي ويو ۽ مير حڪمران، انگريزن جي آڏو پيش پيا. [جائزو: تاج جويو]

## سنڌ ۾ انگريزن جو دور حڪومت

ٽالپرن جي دور ۾ سنڌ جيئن ته رياستن ۾ ورهايل هئي ۽ انهن ٽنهي رياستن جو پاڻ ۾ ڪو اتحاد ۽ انتظامي جوڙجڪ نه هجڻ ڪري، سنڌ پنهنجي خطي ۾ هڪ طاقتور ملڪ طور اڀري نه سگهي. افغانستان ۾ جنگ هارائڻ ڪانپوءِ حيدرآباد ۽ ميرپورخاص جي ميرن جا انگريزن سان لاڳاپا خراب ٿي چڪا هئا، البت خيرپور جي حڪومت انگريزن جي حامي هئي. اهڙيءَ ريت انگريزن، ميرن جي پاڻ ۾ نااتفاقي ڏسي، 17 فيبروري 1843ع تي مياڻيءَ جي ميدان تي، حيدرآباد جي ٽالپرن کي شڪست ڏئي سنڌ تي قبضو ڪيو حيدرآباد تي قبضي ڪانپوءِ چارلس نيپئر حيدرآباد جي قلعي تي چڙهائي ڪندي، ٽالپر اڳواڻن کي گرفتار ڪري، بمبئي موڪلي ڇڏيو مياڻيءَ جي جنگ ڪانپوءِ 24 مارچ 1843ع تي ميرپورخاص جي حڪمران مير شير محمد ماڻڪاڻي ۽ انگريزن جي وچ ۾ 'دٻي واري جنگ' لڳي. *(وڌيڪ ڏسو: 'دٻي جي لڙائي'، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ڇهون، ص 67)* هن جنگ ۾ مير صوبدار خان جي بهادر جرنيل

شهيد هوش محمد شيديءَ جي بهادريءَ، ڪيس سنڌ جو سپوت بڻائي ڇڏيو. مير صوبدار خان ۽ مير محمد خان اختلافن جي ڪري مياڻيءَ جي جنگ ۾ شامل نہ ٿيا هئا. پر هوشو شيدي، مير صوبدار جي منع ڪرڻ باوجود بہ وطن جي آزاديءَ ۽ سلامتيءَ خاطر مياڻيءَ ۽ دُبي جي

## دبي جي جنگ جو نقشو

24 مارچ 1843ع




جنگ ۾ بهادريءَ سان وڙهي شهيد ٿيو. خيرپور رياست جي مير علي مراد، حيدرآباد ۽ ميرپورخاص جي ميرن خلاف انگريزن جي مدد ڪئي، ان ڪري 1843ع ۾ انگريزن پاران سنڌ فتح ڪرڻ ڪانپوءِ بہ خيرپور رياست، 110 سالن تائين ميرن جي حڪمرانيءَ هيٺ رهي، بعد ۾ هندستان جي ورهاڱي ڪانپوءِ، 1954ع ۾ ون يونٽ جي قائم ٿيڻ سان، خيرپور رياست کي ختم ڪيو ويو.

سنڌ جي تاريخ ساکي آهي تہ سنڌ جو باغي روح ڪڏهن بہ غلاميءَ واري زندگيءَ تي راضي نہ رهيو آهي. تاريخ جي اوائلي دورن کان وٺي عربن تائين ۽ عربن کان ميرن جي صاحبيءَ تائين، سنڌ جي ماڻهوءَ جو ڌارين حاڪمن خلاف بغاوت، جدوجهد ۽ ويڙهہ جو هڪ لازوال تسلسل رهيو آهي، ميرن جي شڪست ڪانپوءِ ان ڪا اجتماعي قومي جنگ تہ نہ وڙهي آهي، پوءِ بہ سنڌ جي تاريخ جو باب قوم جي آزاديءَ واري جذبي کان خالي نہ رهيو آهي. انگريزن 1843ع ۾ سنڌ فتح ڪئي، ان ڪري سنڌن خلاف، ننڍي ڪنڊ جي ٻين قومن سان گڏ سنڌي ماڻهن بہ 'آزاديءَ جي تحريڪ' ۾ پنهنجو حصو ۽ ڪردار ادا ڪيو آهي، ان سڄي صورتحال کي سمجهڻ لاءِ، انگريزن جي سنڌ تي قبضي جي پسمنظر تي هيٺ روشني وجهجي ٿي.

## • سنڌ تي انگريزن جي حوسي نگاهہ ۽ سنڌن قبضي جو پس منظر:

سنڌ، تاريخ ۾ قدرتي وسيلن ۽ مالي طور هميشہ هڪ شاهوڪار ملڪ رهي آهي، اهوئي ڪارڻ آهي، جو ان جي شاهوڪاريءَ، خوشحاليءَ ۽ سرسبزيءَ هر دور ۾ سامراجي قومن کي سنڌ تي ڪاهي اچڻ لاءِ پئي هرڪايو ۽ همٿايو آهي. جڏهن برطانيا، صنعتي دور ۾ داخل ٿي، سامراجي حيثيت حاصل ڪري ورتي تہ ان کي پنهنجي تيار صنعتي مال جي وڪري لاءِ وڏ ۾ وڏ منڊين (Markets) ۽ بيلڪن (Colonies) جي ضرورت محسوس ٿي ۽ گڏوگڏ ان کي مقامي صنعت جي ترقيءَ، واڌ ۽ جاري رهڻ لاءِ وڏ ۾ وڏ ڪچي مال (Raw material) جي گهرج پڻ پئي. سنڌ ۽ هند جا ملڪ، جيئن تہ قدرتي ۽ مالي وسيلن جي لحاظ کان ڏاڍا شاهوڪار هئا، پر هتي جو سماج ساڳئي وقت سياسي ابتريءَ، سماجي پيچ ڌاهہ ۽ اقتصادي بدحاليءَ جو بہ شڪار هو جنهن صورتحال انگريزن کي اهو وجهہ پيدا ڪري ڏنو تہ اهي هتي پنهنجو تسلط ۽ قبضو قائم ڪن. اهڙيءَ طرح انگريزن سنڌ ۽ هند ۾ پنهنجي واپاري مفادن جي پورائيءَ ۽ مضبوطيءَ لاءِ 31 ڊسمبر 1602ع ۾ 'ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ' (East India Company) نالي هڪ واپاري ڪمپني قائم ڪئي ۽ ان ڪمپنيءَ 1612ع تائين شهنشاهہ جهانگير جي زماني ۾ هندستان جي ٽن اهم شهرن: احمدآباد، سورت ۽ بمبئيءَ ۾ پنهنجون 'واپاري ڪوٺيون' قائم ڪري ورتيون. انگريزهن خطي ۾ ظاهري طرح تہ واپاري نقط نگاهہ کان آيا، پر ان جي پٺيان سنڌن معاشي، سامراجي ۽ سياسي مفاد لڪل هئا. هتي اها ڳالهہ واضح رهي تہ 16 صديءَ عيسويءَ تائين يورپي قومن کي سنڌ جي باري ۾ ڪا خاص ڄاڻ نہ هئي. ابتدا ۾ پورچوگيز سياح ۽ ساموندي ڦورو هتي آيا، ۽ 1555ع واري ٺٽي جي 'تاريخي ڦرمار' سنڌن ڪارنامو هئي. 1612ع ۾ پهريون انگريز سياح انٿوني اسٽارڪي، جهاز ۾ ٺٽي ۾ پهتو، جنهن سنڌ جي واپار بابت ڄاڻ گڏ ڪئي. سنڌ جي واپاري حيثيت ۽ اهميت کان ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کي سر ٿامس رو، 24 نومبر 1615ع تي هڪ خط لکي آگاهي ڏني. انگريزن 1616ع ۾ شهنشاهہ جهانگير سان جيڪو واپاري ناهہ ڪيو ان جي شرطن ۾ اها ڳالهہ بہ شامل هئي تہ کين سنڌ ۾ واپار ڪرڻ جي اجازت هوندي. انگريزن جو هڪڙو واپاري وفد 1635ع ڌاري جهاز رستي سنڌ ۾ لاهري بندر پهتو ۽ ان وقت ٺٽي جي مغل نواب سنڌن آجيان، خاطر تواضع ۽ حوصلي افزائي ڪئي، هن وفد اتي رهي، سنڌ جي واپاري مال جو تفصيلي جائزو وٺي، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کي سنڌ مان نيل، ڪپڙي، آفيم ۽ ٻئي مال جي 'روانگيءَ' (Export) بابت تعريفي خط لکيا. 1612ع کان 1736ع تائين سنڌ تي مغل صوبيدارن جو سڌو ۽ اڻ سڌو اثر قائم رهيو. انگريز تاجر (Traders) ڪلهوڙن جي حڪومت جي قيام تائين سنڌ ۾ وقت بہ وقت واپار ڪندا رهيا، پر واپاري ڪوٺي قائم ڪري نہ سگهيا. 22 سيپٽمبر 1758ع ۾ سنڌ جي

حاڪم غلام شاهه ڪلهوڙي، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ايجنٽ رابرٽ سيمپٽن کي ٺٽي ۾ واپاري ڪوٺي کولڻ جي اجازت ڏني، جنهن ٺٽي، نصرپور، مٽيارين ۽ هالن جي هزارين ڪورين، سنڌ جي تاريخ جي وڏي ۾ وڏي 'هٽ تاڙ' ڪئي. (لفظ هٽ تاڙ اڳتي هلي 'هڙتال' بنجي ويو آهي) ڳتي هلي، سنڌ جي حاڪم ميان سرفراز خان ڪلهوڙي 1775ع ۾ انگريزن جي ٺٽي مان واپاري ڪوٺي ختم ڪرائي ڇڏي.

1783ع ۾ هالاڻيءَ ۾ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ فيصله ڪُن جنگ لڳي، جنهن ۾ ڪلهوڙن شڪست کاڌي ۽ ٽالپر سنڌ جا حڪمران بنجي ويا. مير فتح علي خان ٽالپر جي دور ۾ انگريزن وري 'واپاري ڪوٺين' کولڻ لاءِ ساهه کنيو. هنن مير فتح علي خان سان سول سروس جي هڪ عملدار، ناٿن ڪرو (Nathan Crow) وسيلي ڳالهين جا دور هلايا ۽ ان ريت هن انگريز عملدار واپار سان گڏ سنڌ ۾ ميرن جي حڪومت جي 'سياسي جاسوسي' به ڪئي، جنهنڪري مير فتح علي خان کيس هڪ سال ڪانپوءِ سنڌ ڇڏي وڃڻ جو حڪم ڏنو. 1800ع ۾ ناٿن ڪرو سنڌ ڇڏي ۽ برطانوي سرڪار کي ٽالپرن حڪمرانن جي ڪمزورين ۽ سنڌ جي سياسي حالتن جا تفصيل ۽ سنڌ تي قبضي ڪرڻ لاءِ سموريون حڪمت عمليون لکي روانيون ڪيون. 1802ع ۾ مير فتح علي خان جي وفات ڪانپوءِ مير غلام علي خان ٽالپر تخت تي ويٺو. هن جي مير ٺاري خان سان اقتدار تان اٽيٽٽ رهي. ان ڪان سواءِ 1803ع ۾ شجاع الملڪ افغانيءَ سنڌ تي حملو ڪري، ميرن سان ٺاهه ڪيو ۽ ڪانئن خراج (ڏن) طلب ڪيو. اهڙين حالتن ۾ مير غلام عليءَ پنهنجو هڪ ايلچي بمبئيءَ ڏياري موڪليو ۽ انگريزن سان ماضيءَ جي غلطيءَ جي معافي وٺي، ساڻن عهدنامي ڪرڻ جي آڇ ڪئي. 18 جولاءِ 1808ع تي ڪئپٽن ڊيوڊ سيٽن، حيدرباد ۾ ميرن سان تجارتي ۽ سياسي نوعيت جو هڪ ٺاهه ڪيو ۽ بعد ۾ ميرن جي ڪمزوريءَ ۽ سياسي نااهليءَ جو فائدو وٺي، انگريزن وقت به وقت ساڻن ڪيترا معاهدا ڪيا. اهڙيءَ ريت انگريزن 22 آگسٽ 1809ع، 1816ع، 9 نومبر 1820ع، 20 اپريل 1832ع، اپريل 1838ع، ڊسمبر 1838ع، جنوري 1839ع ۽ 5 فبروري 1839ع تي ٿيندڙ ناهن دوران آهستي آهستي ڪري پنهنجا واپاري، سفارتي ۽ سياسي لاڳاپا مضبوط ڪري ورتا. ايتري قدر جو 1834ع ۾ شاهه شجاع الملڪ شڪارپور تي حملو ڪيو ۽ جڏهن پنجاب جي حڪمران رنجيت سنگهه (جنهن جي گهڻي وقت کان خواهش هئي ته سنڌ جهڙو شاهوڪار ملڪ هٿ ڪري) ميرن کي ڊيڄارڻ لاءِ پنهنجي فرينچ فوجي مشير وينچورا (Ventura) کي سنڌ جي سرحد تي فوجي مشقون ڪرائڻ لاءِ چيو ته انهن موقعن تي ميرن انگريزن سان فوجي معاهدا ڪيا، جن موجب انگريزن کي سنڌوندي استعمال ڪرڻ ۽ انگريزي فوجن کي سنڌ مان ڪابل وڃڻ جي اجازت ڏني وئي. انگريزن سنڌونديءَ جي ٻنهي ڪنارن تي ٽالپرن جي خودمختياريءَ جي احترام جو عهد ڪيو هو، پر جڏهن واٽرلو جي فاتح ڊيوڪ آف ويلنگٽن فيصلو ڪيو ته جنگي حڪمت عمليءَ جي اهميت واري بکر ۽ ٻيٽ تي قبضو ڪجي، ته ان لاءِ ڪل جوڳو دليل ڏنو ويو ته جيئن ته اهو ٻيٽ سنڌونديءَ جي وچ تي آهي، ان ڪري ان تي قبضي ڪرڻ سان ميرن جي خودمختياريءَ جي ڀڃڪڙي نه ٿي ٿئي. هند جي گورنر جنرل لارڊ آڪلينڊ، سنڌ جي زميني ۽ درياهي سروي لاءِ نومبر 1839ع جي آخر ۾ برنس جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ وفد موڪليو جنهن کي ظاهري طرح اتر هندستان، افغانستان، بخارا ۽ ايران ۾ سياحتي مقصد لاءِ موڪليو ويو. اهڙيءَ طرح ميرن سان ٿيل ٺاهه ۽ برنس جي ان مهم وسيلي انگريز افغانستان (درياهه وسيلي) ويا، جنهن جي پٺيان هنن جا مختلف سياسي مقصد لڪل هئا، جهڙوڪ: سکن کي هيسائڻ ۽ وچ ايشيا ۾ وڌندڙ روسي طاقت کي روڪڻ ۽ خاص ڪري افغانستان ۾ شڪست کائڻ ڪانپوءِ ته ان ڳالهه لاءِ هنن کي موزون نظر آئي. اهڙيءَ طرح ميرن جي ڪمزور سياسي پوزيشن جو انگريز ايجنٽ ۽ وڪيل فائدو وٺندا رهيا. سندن سياسي جاسوسيءَ جي نتيجي ۾ انگريزن نيپولين جنگين ۾ ڊيوڪ آف ويلنگٽن جي پسنديده جونيئر آفيسر سر چارلس نيپئر کي بمبئيءَ ۽ بنگال جي فوجي دستن جو ڪمانڊر ڪري سنڌ موڪليو، جيڪو 25 سيپٽمبر 1842ع تي فوجون وٺي سنڌ پهتو. هن ميرن جي اختلافن جو فائدو وٺي، منهوڙي، ڪوٽڏجي ۽ امام ڳڙهه جي قلعن تي قبضو ڪري ورتو. 17 فبروري 1843ع تي مياڻيءَ جي ميدان ۾ سخت جنگ لڳي، جنهن ۾ ميرن جو بلوچ لشڪر 27000 جي تعداد ۾ هو، جن وٽ 12 جنگي توبون هيون، جڏهن ته انگريزن جو لشڪر 2800 هو، جيڪو جديد توپن ۽ ٻئي جنگي سامان سان مسلح هو. ٿارنسٽن (Thornston) لکيو آهي ته تلوارن ۽ ڍالن سان هڪ ڪان وڌيڪ ڦڙت حملن ۾ سنڌين برطانوي لشڪر کي لرزائي پوئتي ڌڪي ڇڏيو، پر اهي جديد هٿيارن ۽ حڪمت عمليءَ اڳيان گهڻو بيهي نه سگهيا. جنگ ۾ انگريزن جي سوڀ ٿي ۽ مير 18 فيبروري 1843ع تي پيش پيا. 21 فبروريءَ تي حيدرآباد جي قلعي تي يونين جيڪ جو جهنڊو بلند ٿيو ۽ مير حاڪم گرفتار ٿي پوني ۽ ڪلڪتي پهتا. پر سنڌ جو آزاد روح، هوشو شيديءَ جي روپ ۾ زنده رهيو، جنهن شڪست نه قبولي هئي. هن ٽڙيل پکڙيل لشڪر هٿ ڪري 24 مارچ 1843ع تي دبي [دو آبي: ديهه ناريجاڻيءَ] ۾ انگريزن سان جنگ ڪئي ۽ تاريخي نعرو بلند ڪيو ته "مر ويسون سنڌ نه ڏيسون"، بهادر هوشوءَ جي شهادت ڪانپوءِ انگريز سنڌ تي فاتح ٿي ويا.

**ٽالپر حڪمرانن جي شڪست بعد عوامي نفرت، بغاوت ۽ ويڙهون:** سنڌ جي تاريخ جو اهو هڪ عجيب ۽ منفرد باب رهيو آهي ته سنڌي ماڻهن حاڪمن جي شڪست کي ڪڏهن به قومي شڪست تسليم نه ڪيو آهي، ۽ وقتي حاڪمن جي شڪست ڪانپوءِ به انهن آڻ نه مڃي آهي ۽ نه ئي غلاميءَ کي پنهنجو مقدر مڃيو آهي.

ٽالپر حڪمرانن جي عوام کان ڪٽيل حڪومت ۽ سندن شڪست ڪانپوءِ به هتان جي ماڻهن جو مزاحمتي روح زنده رهيو. هنن باوجود غير منظم هئڻ جي شڪست کي دلي طور قبول نه ڪيو. ڌارئين اقتدار لاءِ عوامي نفرت، بغاوت ۽ ويڙهه جا ڪيترائي مثال تاريخ ۾ ملن ٿا.

**عوامي نفرت جي اظهار جا مثال:**

سر چارلس نيپيئر جنگي صلاحيتن ۽ چالبازين سان 1843ع ۾ جيئن ئي سنڌ فتح ڪئي ته هن اِيسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کي لاطيني اصطلاح ۾ ٽيليگرام ۾ لکيو، ”PACAVI“، جنهن جو مطلب ٻن قسمن جو ڪڍيو ويو. (1) ’I have sinned‘ مان مراد ته، ”مون سنڌ فتح ڪري ورتي“ ۽ ٻي معنيٰ اها ته مون (سنڌ تي قبضو ڪري) پاپ ڪيو آهي.“ جيڪڏهن اهو پويون مطلب ورتو وڃي ته ڪيس ندامت هئي، پر جي هن فخريہ طور چيو هو ته مون وٽ هاڻي سنڌ آهي ته سندس جنگي ذهنيت جي عڪاسي ٿيندي. هونئن به انگريزن پنهنجي فائدي ۽ مقصد لاءِ سنڌ حاصل ڪرڻ تي گهُري. ڪيس انهيءَ فتح جي بدلي ۾ سنڌ جي گورنري ڏني وئي. واضح رهي 1843ع کان 1847ع تائين سنڌ هڪ جدا صوبو رهيو، جنهن جو گورنر سر چارلس نيپيئر مقرر ٿيو. سنڌ فتح ڪرڻ بعد انگريزن کي عوامي نفرت کي منهن ڏيڻو پيو، جنهن جا ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا:

(1) چارلس نيپيئر گورنر جنرل ڏانهن فتح جو خوشيءَ ڀريو پيغام موڪلڻ ڪانپوءِ جڏهن ٽالپر حاڪمن جي خزاني ۽ محل کي لٽڻ لاءِ اڳتي وڌيو ته ميرن جو خزانچي ديوان آوتراءِ ملڪاڻي ڪيس آڏو آيو. هن ڪانٿس خزاني جون ڪنجيون گهريون، جيڪي آوتراءِ ڏيڻ کان انڪار ڪيو. نيپيئر ڪيس گولي هڻڻ جي ڌمڪي ڏني، پر آوتراءِ اٽل رهيو. ان ڪانپوءِ جڏهن نيپيئر آوتراءِ کي قلعي مان عورتن کي ڪڍڻ جي انتظام لاءِ چيو (جو ته اهو ئي حرم ۾ وڃي سگهيو ٿي) ته آوتراءِ خزاني ۽ قيمتي شين سان ڀريل ڏوليون ٻاهر موڪليندو رهيو. جڏهن تيرهين ڏولي ٻاهر اچي رهي هئي ته هوا جي لهر سان پردو پاسيرو ٿي پيو ۽ ڏوليءَ اندر ڪوبہ نظر نہ آيو. جنهن ڪانپوءِ نيپيئر انگريز عورتون اندر موڪليون ته بيگمن کي ٻاهر ڪڍن. نيپيئر آوتراءِ جي ذهانت ۽ ديانت کان متاثر ٿي ڪيس نوڪريءَ جي آڇ ڪئي، پر هن ڌارين جي نوڪريءَ کي نفرت جوڳو فعل تصور ڪري انڪار ڪيو.

(2) 21 فبروري 1843ع تي جڏهن انگريزن حيدرآباد شهر جي شاهي بازار ۾ فوجين جي پريڊ ڪرائي ته شهر واسين (خاص ڪري عورتن) گهٽين ۽ گهرن جا دروازا بند ڪري، انگريزي فوج تي پٿرن جو وسڪارو لائي ڏنو. اهڙيءَ ريت ٻي هٿيار عوام ڌارين حڪومت جي آمد تي پنهنجي ڪاوڙ ۽ احتجاج جو مظاهرو ڪيو.

**پهرين عوامي بغاوت:** ٽالپر حڪمرانن، چارلس نيپيئر جي آمد وقت ذهني طرح ۽ 17 فبروري 1843ع تي مياڻيءَ جي جنگ هارائڻ، 18 تاريخ انگريزن آڏو پيش پوڻ ۽ 21 فبروري 1843ع تي سنڌ جي گاديءَ جي هنڌ حيدرآباد جي قلعي تي ’يونين جيڪ‘ جي جهنڊي ڦڙڪڻ سان اصولي طرح شڪست قبولي ورتي هئي. مير نصير خان، مير شهداد خان، مير حسن علي خان، مير حسين علي خان، مير صوبدار خان ۽ مير مير محمد خان گرفتار ڪيا ويا. مير صوبدار خان باوجود غداريءَ جي، ٻين ٽالپر حڪمرانن سان گڏ هندستان جا جيل ڏٺا. پر سندس فوج جي بهادر سپهہ سالار هوش محمد شيديءَ حڪمرانن جي شڪست کي سنڌي قوم جي شڪست مڃڻ کان انڪار ڪيو. مياڻيءَ جي جنگ ۾ حڪمت عمليءَ هيٺ حصو نہ وٺندڙ ۽ انگريزن آڏو پيش نہ پوندڙ ميرپورخاص جي مير شير محمد ٽالپر ماڻڪاڻيءَ سان ملي، هوشو شيديءَ ڪيس دل ٻڌائي، 12000 لشڪر سان دُٻي جي ميدان تي وڃي آيو ۽ 24 مارچ 1843ع تي دُٻي (دو آٻي) جي جنگ ۾ هوشوءَ جو سدا حيات نعرو بلند ٿيو ته: ”مر ويسيون، پر سنڌ نہ ڏيسون“. جيتوڻيڪ مير شير محمد خان جنگ جي ميدان مان ڪسڪي ويو پر هوشو ۽ سندس عام سپاهي هڪ هڪ ٿي وطن تان گهورجي ويا. عام تاريخدان، مياڻيءَ جي جنگ جي هار کي انگريزن جي فتح جو ڏينهن تصور ڪن ٿا، پر حقيقت ۾ هڪ مهينو پوءِ هوشو شيديءَ جي دُٻي جي ميدان جنگ ۾ للڪار ’پهرين عوامي بغاوت‘ هئي.

**ٻي بغاوت:** انگريزن 1844ع ۾ پارڪر ۽ ڪننو، جنهن ۾ مٺي ۽ ڏيپلو به اچي ويا ٿي، ڪڇ جي اسسٽنٽ پوليٽيڪل ايجنٽ ريڪس جي چارج ۾ ڏئي ڇڏيا ۽ باقي ٿر- گڏڙي، ڇاڇري ۽ عمرڪوٽ سوڌو، حيدرآباد ضلعي سان لڳائي، ميرپورخاص جي ڊپٽي ڪليڪٽر جي هٿ هيٺ ڏنو ويو. 1854ع تائين 11 سال ريڪس اسسٽنٽ پوليٽيڪل ايجنٽ رهيو. 1856ع ۾ ٿر ۽ پارڪر ٻئي ڀاڱا سنڌ جي ڪمشنر جي حوالي ڪيا ويا. 15 سال 1873ع تائين تروٽ جي سنڀال هيٺ هيءُ علائقو رهيو.

جيتوڻيڪ 12 مارچ 1843ع تي لارڊ ايلنبرو، وائسراءِ هند، شاهي اعلان رستي سنڌ (ٿر سميت) انگريزي حڪومت سان ملائي ڇڏي، پر ٿرپارڪر جي ڪوسن، سوڍن ۽ ڪولهين، پارڪر ۾ انگريزن جا پير ڪپڻ نہ ڏنا. پارڪر جي سوڍي ’ڪرڻ جي‘ کي سوراچند ۽ راڻپور ڳوٺن ۽ ننگرپارڪر جي اڌ تي ميرن جي سند موجب خودمختياري مليل هئي، اهڙيءَ طرح ويراواهه جي سوڍي کي ويراواهه ۽ موڪيءَ جي رڻ جي پيدائش ۽ محصول ملندو هو، جيڪي حق انگريزن رد ڪري ڇڏيا ۽ حيدرآباد جي ڪمشنر ڪاردار موڪلي روينيو سروي ڪرائي ’چراگاهه ٽيڪس‘ پڻ انگريز حڪومت جي حوالي ڪرايو. راڻي ڪرڻ جي ۽ رتن سنگهه انگريزن کي ڍلن ڏيڻ کان ۽ ٿر تي انگريزن جي راڄ کي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو 1846ع ۾ انگريزن رتن سنگهه سوڍي کي مات ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هن جي چوڻ تي سڄي ٿر ۾ وڏي بغاوت ٿي ۽ انگريز ڪيس مات ڪرڻ ۾ ناڪام ويا. آخرڪار تروٽ، انگريزن لاءِ ڪم ڪندڙ محمد علي شاهه جي خون ۾ ڪيس گرفتار ڪرائي، عمرڪوٽ قلعي ۾ گهرايو ۽ ڪيس 1866ع ۾ ڦاسي ڏني وئي. سندس گهوڙيءَ جي سنب جو نشان اڄ تائين امرڪوٽ قلعي جي دروازي تي ثبت آهي.

اهڙيءَ ريت ننگرپارڪر جي سوڍن، ڪولهين، ڀيلن ۽ ڪوسن 1859ع تائين ٿر تي انگريزن جي راڄ کي تسليم نہ ڪيو 15 اپريل 1859ع تي روپلي ڪولهيءَ، راڻي ڪرڻ جِي، سندس ڀاءُ پوپٽ سنگهه،

ويراواهه جي راڻي لاڌوسنگهه، ڀهراڻي جي ٺڪر ڪلجي ۽ هزارين ڪولهين انگريزن خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو. روپلو ڪولهي پنجن هزارن ڪولهين جي اڳواڻي ڪندي ننگرپارڪر پهچي ويو. ننگر جي مختيارڪار ڏيئو مل اِن بغاوت جي خبر حيدرآباد موڪلي، جتان ڪمانڊنگ آفيسر ڪرنل ايونس جي اڳواڻيءَ ۾ ٽرڊ بلوچي رجمينٽ جي هڪ ونگ، ڪراچيءَ مان توبخانو ۽ هندستان جي شهرن ڏيسا، احمدآباد، حيدرآباد ۽ ڪڇ مان وڏيون فوجون ننگر روانيون ڪيون ويون، جن جي ڪمان لاءِ ڪرنل ايونس کي چيو ويو. مزاحمت گوريلا جنگ جو روپ اختيار ڪري ورتو. 3 مئي 1859ع تي سخت جنگ لڳي. ڪارونجهر جبل تي راڻي چندن جي جوڙايل قلعي 'چندن گڏ' کي انگريزن توبن سان اُڏائي ڇڏيو. جنهنڪري عوامي لشڪر ڇڙوڇڙ ٿي ويو ۽ ننگر شهر تي انگريزن قبضو ڪري ورتو. پر هيءَ جنگ 3 مهينن تائين يعني آگسٽ 1859ع تائين روپلي ڪولهيءَ جي مهنداريءَ ۾ جاري رهي. ان جنگ دوران سوڍي لاڌوسنگهه جي پٽ اُڌيسنگهه لشڪر تيار ڪري ننگر ۾ انگريزن جي ٺڪاڻن تي حملو ڪيو ۽ جيل کي ڀڃائي سپني کي آزاد ڪرايائين ۽ بندوق کڻي تروٽ جي تنبوءَ تي سڌو وڃي حملو ڪيائين. جيڪو اُتان ڀڄي لاڌو مينگهواڙ جي گهروڄي لڪو.

اُڌيسنگهه سان گڏ پارڪر جا سوڍا به بهاديءَ سان وڙهيا. ٺڪرن مان لاڌوسنگهه، ڪرڻ جي، رامجي، ورڻ، اُڌيسنگهه، ڪلجي، پونجي ۽ مهاسنگهه جي بهاديءَ جا قصا پارڪر ۾ مشهور آهن ۽ ڪولهين مان روپلو ڪولهي ۽ سندس ساٿي هن قومي جنگ جا هيرا آهن. 19 جون 1859ع تي انگريزي فوج ننگر جو اچي گهيرو ڪيو.

روپلو جنگ جاري رکيو آيو ۽ پنجن مهينن جي گوريلا جنگ ڪانپوءِ گرفتار ٿيو. هن کي لالچون ڏنيون ويون، پر راڻي ڪرڻ جو ڏس نه ڏنائين. انگريزن روپلي تي تمام گهڻو ٽارچر ڪيو، پر هن آڻ نه مڃي. البت راڻي جي دوست سيٺ مهاوجي لهاڻي ۽ هنس پوري ٻاوي غداري ڪري راڻي کي گرفتار ڪرايو. اُڌيسنگهه به گرفتار ٿيو، جنهن به آڻ نه مڃي ۽ 3 سال امرڪوٽ جيل ۾ رهيو. راڻي ڪرڻ جيءَ تي بغاوت جو ڪيس هلائي 1860ع ۾ ڪيس 14 سال ڪاري پاڻيءَ جي سزا ڏني وئي. ويراواهه جي ٺڪرن به آڻ نه مڃي، ان ڪري ننگر ۽ ويراواهه جي راڻن جون جاگيرون ضبط ڪيون ويون. پوڏيسر جي ٺڪرن کي وطن سان غداري ۽ انگريزن جي مدد جي عيوض 23 آگسٽ تي پوڏيسر جي ڳوٺ جي سالياني پيدائش ۽ ڇهه هزار ايڪڙ جاگير ڏني وئي. هنس پُوري ٻاوي کي جبل جي سموري پيدائش انعام طور ملي ۽ لاڌو مينگهواڙ کي تروٽ جو سر بچائڻ جي عيوض زمين جو ٽڪر مليو. سيٺ مهاوجي لوهاڻي جي غداريءَ کان خوش ٿي ڪرنل ايونس 20 آگسٽ 1859ع تي ڪمشنر سنڌ بارٽل فريئر کي خط لکي ڪيس اٺ هزار ويسا زمين انعام ۾ ڏياري.

آگسٽ 1859ع تائين پورا سورهن سال پارڪر تي انگريزن جو قبضو جمي نه سگهيو. روپلي جي شهادت ڪانپوءِ سمورو ٿر انگريزن جي هٿ ۾ اچي ويو ۽ ائين سموريءَ سنڌ تي انگريزن جو قبضو ٿي ويو.

## انگريز راڄ خلاف ٿيڻ اهم بغاوت

1857ع جي جنگ آزادي ۽ سنڌ: انگريزي راڄ خلاف هند سنڌ ۾ بغاوت جو ٻج پوکجي چڪو هو. غيرت مند عوام انگريزن جي غلاميءَ کي قبولڻ لاءِ تيار نه هو. ان ڪري وقت به وقت ڏاڍائين اقتدار خلاف نفرت، بغاوت ۽ ويڙهه جا پنيٺ پڙڪندا رهندا هئا. غلاميءَ، ماڻهن جي عزت نفس، احساسن، عقيدن، روايتن ۽ ڪردار کي سخت ڇيهو پهچايو هو. جيڪا ڳالهه خود انگريز عملدارن به پنهنجي لکڻين ۾ تسليم ڪئي آهي. سر ڊبليو ايچ رسل لکيو آهي ته: "هر انسان کي دنيا ۾ چار شيون پياريون آهن: ايمان، عزت، جان ۽ مال. اسان جي حڪومت انهن چئني شين کي سختيءَ سان هندستانين کان کسيو آهي، ان ڪري هتان جي عوام جي دلين ۾ (اسان جي خلاف) غصي جا جذبات موجود آهن." ليفٽيننٽ ولس به اها ڳالهه مڃي آهي ته، "هندستانين جي عقيدن، احساسن، عادتن ۽ روايتن جو انگريز ڪو به لحاظ ڪونه ڪندا هئا." هنن ديسي صنعت کي هٽ وٺي تباهه ڪيو. ڏيهي فوجين سان ٻٽي پاليسي اختيار ڪئي، زراعت جو زوال آندو، مقامي دولت جي وڏي ڦرمار ڪئي ماڻهن جي عقيدن ۽ روايتن سان هٽ چراند ڪئي ۽ وڏي ڳالهه ته ملڪي سرحدن جو تقدس پائمال ڪري، پوري ننڍي کنڊ تي سامراجي قبضو قائم رکيو، جنهنڪري ڪٿان نه ڪٿان بغاوت جي چڻنگ دکندي رهندي هئي.

1857ع جي 'جنگ آزادي' به اهڙن واقعن مان هڪ اهم واقعو هو. جنهن کي انگريزن ۽ سندن ديسي درٻاري مؤرخن 'غدر' ۽ 'بلوي' جي نالي سان مشهور ڪيو آهي. جڏهن ته هيءَ جنگ، حب الوطنيءَ جي جذبي جو هڪ اعليٰ مثال هئي. هن جنگ ۾ هندستان وانگر سنڌ جي ماڻهن به پنهنجو ڪردار ادا ڪيو هو. پر هند جي درٻاري مؤرخن ۽ سر سيد احمد خان وانگر سنڌ ۾ به ڪي سائينءَ جا سنواريا اهڙا هئا، جن هن حب الوطنيءَ جي عظيم معرڪي کي 'فساد' ۽ 'غدر' سان تعبير ڪيو آهي. خانبهادر سر خداداد خان لکي ٿو ته، "1857ع ۾ هندستان جي اڪثر حصن ۾ عظيم فساد ۽ غدر پيدا ٿيو ان ڪري سنڌ جي ڪيترن وڏن شهرن، ڪراچي، حيدرآباد، شڪارپور ۽ جيڪب آباد ۾ ڪي عملدار ۽ ڪي پلٽڻ جا سپاهي شورش ۽ فساد لاءِ تيار ٿي ويا ۽ نافرمان بنجي ويا، مگر آنربل گبسن، جڊيشنل ڪمشنر جي حسن انتظام سان هيءَ سخت مهم ختم ٿي وئي. فسادي بروقت گرفتار ڪيا ويا ۽ ڪين توبن سان اڏايو ويو ۽ ڦاسيون ڏنيون ويون."

1857ع واري جنگ مئي 1857ع ۾، ميرٺ ۾ هندستاني فوجن جي بغاوت سان شروع ٿي هئي، جنهن لاءِ ملڪ جي ڌار ڌار حصن ۾ اڳواڻ ڳجهي تياري به ڪئي وئي هئي. جنگ ۾ پنجاب وارن انگريزن جو ساٿ ڏنو جنهن ڳالهه جو اعتراف ڪندي، جان لارينس لکيو آهي ته: "هن جنگ دوران جيڪڏهن پنجاب اسان جي هٿن مان نڪري وڃي ها ته اسان برباد ٿي وڃون ها." انگريزن، پنجابي سک ۽ مسلمان سپاهين جي مدد ۽ سگهه سان بغاوت کي چيپائي دهليءَ تي قبضو ڪري ورتو.

هن جنگ ۾ هندستان جي مختلف حصن جيان سنڌين پڻ خوب ملهايو ۽ انگريزن جو نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو. انقلابي، ساڌن ۽ درويشن جو روپ اختيار ڪري، ملٽري ڇانوڻين ۾ پيغام پهچائيندا رهيا. سنڌ ۾ هن تحريڪ جا ڇهه مرڪز هئا: (1) ميرپورخاص، (2) حيدرآباد، (3) ڪراچي، (4) سکر ۽ شڪارپور، (5) جيڪب آباد ۽ (6) شاهپور.

**ميرپورخاص:** هن مرڪز سان ميرپورخاص جي مير شير محمد ماڻڪاڻي ٽالپر جو واسطو هو. جيڪو دبي واري جنگ (24 مارچ 1843ع) هارائي، پنجاب ۽ قندار طرف مدد لاءِ ويو هو پر ڪٿان به مدد نه ملڻ جي صورت ۾ پنجاب جي ليفٽيننٽ گورنر وٽ پيش پيو. 1857ع جي آزاديءَ واري جنگ واري مرڪز سان مير صاحب جي واسطي جي شاهدي، لارڊ ايلفنسٽن به ڏني آهي، ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ به لکيو آهي ته بظاهر هو خاموش هو، پر آزاديءَ جي علمبردارن سان سندس سلام ۽ پيغام جو سلسلو هلندو هو.

**حيدرآباد:** هيءُ انقلابي تحريڪ جو اهم مرڪز هو. فوج ۾ شامل انقلابي سپاهين 10 سيپٽمبر 1857ع تي حيدرآباد جي قلعي تي قبضي ڪرڻ جو ارادو ڪيو. هنن جو منصوبو هو ته حيدرآباد جي قلعي تي قبضي ڪرڻ کانپوءِ خيرپور، روهڙي، بهاولپور ۽ ملتان تي قبضو ڪيو وڃي. توبخاني جي هڪ ڏيهي صوبيدار، ميجر ڪمانڊنگ آفيسر ليفٽيننٽ بيٽس ڪامبي کي اطلاع ڏنو ته فوج ۾ ڳجهيون گڏجاڻيون ٿي رهيون آهن. جنهن تي هڪدم فيصلو ڪري توبن جي چارج انگريز سپاهين جي حوالي ڪئي وئي. عملي ڪارروائيءَ لاءِ مقرر ڪيل ڏينهن (10 سيپٽمبر) تي انگريز عملدارن اڳ ۾ ئي 13 نيٽو انفنٽريءَ کي بي هٿيار ڪري ڇڏيو ۽ انقلابين جي ڳولا شروع ڪئي وئي ۽ 13 پيادل فوج جي هڪ حوالدار ۽ پنجن سپاهين کي 11 سيپٽمبر تي ڪورٽ مارشل ڪري، حوالدار کي توب سان اڏايو ويو ۽ ڇئن سپاهين کي جنم ٽيپ ڏني وئي. اهڙيءَ ريت هنن پنجن سپاهين جي گرفتاريءَ ۽ سزا سان حيدرآباد ۾ تحريڪ دٻجي وئي.

**ڪراچي:** 13 سيپٽمبر 1857ع تي ڪراچيءَ ۾ فوج اندر بغاوت جا آثار پيدا ٿيا. انقلابي سپاهين ڳجهه ڳوهه ۾ هڪ گڏجاڻي ڪئي، جنهن ۾ سوچيو ويو ته، خاموش رهڻ درست نه آهي، هن وقت ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ گهرجي. هيءَ صورت ۾ هندستاني فوجن وانگر اسان کي به توبن سان اڏايو ويندو. ان گڏجاڻيءَ جي ڄاڻ ميجر ميڪ گريگو کي هڪ ڏيهي آفيسر ڏني. اها خبر معلوم ڪري ڪراچي فوج جي آفيسرن بابت جانسٽن، بارٽل فريئر کي ٻڌايو ته، 21 نمبر پلٽڻ بغاوت ڪئي آهي ۽ اهي پنهنجي ڪارروائي ٻي وڳي صبح جو ڪندا ۽ يورپين جي قتل عام کانپوءِ حيدرآباد جي توبخاني تي قبضي ڪرڻ جو ارادو رکن ٿا. فريئر هڪدم انگريز عورتن ۽ ٻارن کي حفاظت واري هنڌ پهچايو ۽ 12 وڳي رات جو ڪرفيو جو گهنڊ وڄايو ويو. سيڪنڊ يورپين فوج جون چار ڪمپنيون ۽ توبون پهچي ويون. ڪيپٽن ليٽ، پنهنجي ديسي فوج کي ٻي هٿيار ڪرايو ۽ سندن حاضري پرائي، خبر پئي ته 31 سپاهي گم هئا. پڇي ويل سپاهين جي ڳولا شروع ڪئي وئي، رستن ۽ پتڻن تي چوڪسيءَ جا آرڊر ڪيا ويا، گهوڙي سوارن جا جٿا ڳوٺن ۾ روانا ڪيا ويا. لسٻيلي ويجهو هڪ گهاٽي جهنگ مان 9 سپاهي هٿ ڪيا ويا. ڪراچيءَ جي اولهه ۾ 50 ميلن جي مفاصلي تي ڪن ٽڪرين ۾ 8 سپاهي لڪل نظر آيا، پر انهن گرفتاريءَ بدران وڙهي شهيد ٿيڻ کي ترجيح ڏني. 8 سپاهين جي شهادت ۽ 19 جي گرفتاريءَ کانپوءِ به چار سپاهي گم هئا. ڪل 19 سپاهين کي ڪورٽ مارشل ڪيو ويو جن مان 7 کي سرعام ڦاسي ڏني وئي، ٽن کي توب سان اڏايو ويو ۽ باقي 9 سپاهين کي يورپي فوجين جي نگرانيءَ ۾ ڪاري پاڻيءَ موڪليو ويو. اهڙيءَ ريت 20 سيپٽمبر تي هن مرڪز جي جانفروشن کي موت ۽ سزا بعد تحريڪ کي ماٺو ڪيو ويو.

**سکر ۽ شڪارپور:** هي ٻئي شهر اتر سنڌ ۾ تحريڪ جا اهم ڳڙهه هئا، جتي مارٽينو جي لکڻ موجب حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ کان به وڌيڪ حالتون سنگين هيون. 20 سيپٽمبر جي شام جو پوليس جي سپاهين ذريعي انگريز آفيسرن کي اطلاع مليو ته شڪارپور ۾ ڏيهي فوج ۽ توبخاني جي سپاهين مان ڪيترن هڪ صوبيدار ۽ حوالدار جي اڳواڻيءَ ۾ ڳجهيون گڏجاڻيون ڪيون آهن. جن ۾ انگريزن خلاف سخت زبان استعمال ڪئي وئي آهي ۽ انهن مان ٽي چار سپاهي به گرفتار ٿي چڪا آهن. بهرحال، انهن ڳجهين گڏجاڻين رنگ لاتو ۽ 24 سيپٽمبر تي رات جو ڪن گولہ انداز' سپاهين بغاوت ڪئي ۽ سڄو شهر توبن جي اوچتن ٺڪاون تي ٻري ويو. سپاهين کي چار توبون هٿ اچي ويون هيون ۽ هو مسلسل توبخاني ۽ ٻئرڪن ڏانهن گوليباري ڪري رهيا هئا. فوجي ڪمانڊر منٽوگمري، 14 ديسي فوج جي سپاهين ۽ پوليس جي مدد سان ٻن ڪلاڪن جي سخت بندوقبازيءَ کانپوءِ وڃي قبضو ڪيو. ٽي باغي سپاهي شهيد ٿي ويا ۽ 8 ڄڻا رات جي اونداهيءَ ۾ فائدو وٺي ڀڄي ويا.

سکر ۾ به ساڳيءَ رات باغي قاصد پهتو، پر يورپي سپاهين کيس پڪڙي، بروقت ڦاسي ڏئي ڇڏي. 25 آزادي پسند سپاهي خيرپور ۾ رياست پوليس طرفان گرفتار ڪيا ويا. جن کي 9- 10 آڪٽوبر تي ڪورٽ مارشل ڪيو ويو ۽ ڇهن ڄڻن- هڪ صوبيدار، هڪ حوالدار ۽ ڇئن سپاهين کي ڦاسي ڏني وئي. مير علي مراد خان جي پٽ مير شاهنواز خان ٽالپر هن تحريڪ کي چيپاڻڻ جي سلسلي ۾ خيرپور کان شڪارپور تائين انگريزن جي وڏي مدد ڪئي ۽ پنجابين ۽ افغانين جي فوج وٺي، تحريڪ کي مڪمل طرح چيپاڻڻ جي ڪوشش ڪئي.

**جيڪب آباد:** هيءُ هن تحريڪ جو خاص ۽ مضبوط مرڪز هو. هتي بمبئي انفنٽري رجمينٽ، بلوچ بٽالين، بنگال ڪئولري ۽ خاص 'سنڌ هارس رجمينٽ' موجود هيون. بمبئي انفنٽري بلوچ بٽالين ۽ بنگال ڪئولري، هن علائقي ۾ بغاوت کي روڪڻ لاءِ ڪافي هيون، پوءِ به انگريز ڪمشنر خطرو محسوس ڪري ايران مان جيمس آئوٽرام ۽ جنرل جان جيڪب کي مدد طور گهرائي، سندن ڪمان ۾ سنڌ جا ڏار ڏار علائقا ڏنا. جيڪب آباد جي ڪمان جان جيڪب سنڀالي، جتي هن تحريڪ جا سرگرم اڳواڻ: دريا خان جلباڻي ۽ دلمراد کوسو هئا. دلمراد کوسو،

مير بجار خان ڊومبڪيءَ جو ساٿي رهي چڪو هو ۽ جڏهن مير بجار خان 1844ع ۾ ٻيو ڀيرو بغاوت ڪئي هئي ته هيءُ ان سان وڃي گڏيو هو. اهڙيءَ طرح مير بجار خان ڊومبڪيءَ سان دريا خان جکراڻي به پهرين بغاوت (1840ع) ۾ ساٿ ڏنو هو.

مير بجار خان ڊومبڪيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ کوسا، بجاراڻي ۽ ڊومبڪي انگريزن خلاف جانفشانيءَ سان وڙهيا. دريا خان جکراڻي پنهنجي قبيلي جو سردار هو ۽ 1840ع تائين انگريزن تي ٽي حملا ڪري چڪو هو ۽ انگريز ڪئپٽن ڪلارڪ ۽ سندس ساٿي هن جي هٿان ئي مئا هئا. دلمراد خان کوسو 1845ع ۾ گرفتار ٿيو ۽ آزاديءَ بعد ڳڙهي دلمراد ۾ رهڻ لڳو. جنگ آزاديءَ جي تحريڪ کي جيڪب آباد ۾ دريا خان ۽ دلمراد کوسي گڏجي منظم ڪيو. هنن جو ملتان ۽ لاهور جي مرڪزن سان باقاعدي رابطو هو. ملتان جي ٽپال پڪڙجڻ ڪانپوءِ ٻئي ڄڻا گرفتار ٿيا. جيڪب آباد جي سندن وطن پرست ساٿين مان ڪيترن کي توبن سان اڏايو ويو. ڪن کي ڦاسيون ڏنيون ويون. دريا خان جکراڻي ۽ دلمراد کوسي کي ڪاري پاڻيءَ جي سزا ڏئي اندمان ٻيٽن ڏانهن روانو ڪيو ويو. جتي آخري پساهه پورا ڪري هي جوڌا جوان تاريخ جي ورقن ۾ هميشه لاءِ امر بڻجي ويا.

دادا سنڌيءَ، پنهنجي ڪتاب '1857ع جي جنگ آزادي ۽ سنڌ' ۾ هن علائقي جي هڪ ٻئي بهادر سورمي جو به ذڪر ڪيو آهي، جنهن جو نالو جانو پٽ قيصر جکراڻي هو. جنهن ڪيترن ئي انگريزن کي ماريو هو. هن کي جڏهن گرفتار ڪيو ويو ته پوسٽن لکي ٿو ته، "هن جا هٿ انگريزن جي خون سان رڱيل هئا." هيءُ جيل ۾ به ڏاڍو اڙڏو رهيو. ايسٽوِڪ (Estivick) لکي ٿو ته، "جانو جکراڻيءَ، آزاد ٿيڻ ڪانپوءِ انگريزن جا اٺ گهوڙيسوار ماريا."

**شاهپور:** شاهپور ۾ هن تحريڪ جو سرواڻ سيد عنايت شاهه هو. هيءُ مرڪز، جيڪب آباد کان 40 ميلن جي پنڌ تي قلات جي دنگ تي هو. سيد عنايت شاهه، دريا خان ۽ دلمراد کوسي جو فڪري رهنما هو ۽ هن تر ۾ موجود مختلف ذاتين سان واسطو رکندڙ انقلابين کي عنايت شاهه جي مرڪز تان رهنمائيءَ جون هدايتون ملنديون هيون. سيد عنايت شاهه کي به دلمراد ۽ دريا خان سان گڏ گرفتار ڪيو ويو ۽ کيس وڻ سان ٻڌي توب جو گولو ڇوڙيو ويو، پر توب نه چلڻ سبب کيس آزاد ڪيو ويو. شاهه صاحب سڄي زندگي انگريزن جو سخت مخالف رهيو.

**سنڌ ۾ انگريز راڄ خلاف جدوجهد ۽ تحريڪن جو ذڪر:**

انگريزن جي فتح کان چار سال پوءِ 1847ع ۾، سنڌ کي بمبئي پرڳڻي سان ملايو ويو ۽ بمبئيءَ جي گورنر جي ماتحت ڪمشنري نظام قائم ڪيو ويو. سنڌ جو آزاد روح ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ غلاميءَ کي قبولڻ لاءِ تيار نه هو. سنڌ تي هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت ۾ قبضو ڪيو ويو هو، پر بمبئيءَ سان ان جو الحاق 'ٻٽي غلامي' جو نمونو هو. ان ڪري، سڀ کان اڳ سنڌ جي ساڃهه وند سياستدانن سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪئي، جنهن جو مختصر ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

**سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي:** 1843ع ۾ انگريزن ٺڳيءَ ۽ دوکيبازيءَ سان سنڌ تي قبضو ڪري، سر چارلس نيپيئر کي حڪومت جون واڳون ڏنيون، هتان جو گورنر بڻايو ويو. سر چارلس نيپيئر جي گورنريءَ جي عرصي پوري ٿيڻ بعد انگريزن سنڌ کي، جيئن مٿي ذڪر آيو آهي ته 1847ع ۾ بمبئي پرڳڻي سان ڳنڍي ڇڏيو هو. بمبئيءَ جي ماتحت ٿيڻ ڪانپوءِ سنڌ ۾ گورنر جو عهدو ختم ڪري، هتي ڪمشنري نظام لاڳو ڪيو ويو ۽ پهريون ڪمشنر مسٽر پرنگل مقرر ٿيو، جيڪو بمبئيءَ جي گورنر جي ماتحت هو.

سنڌ کي بمبئيءَ سان ملائڻ جا ڪيترائي سبب هئا، پر مکيه سبب بمبئي سرڪار جي جن آفيسرن نيپيئر جي خامين ۽ گناهن جي اپٽار ڪئي هئي، سي سنڌ جا همدرد ته ڪونه هئا، پر هنن چاهيو ٿي ته سنڌ سندن قبضي ۾ رهي، ته جيئن سندن قبضي هيٺ ايراضي ۽ پيدائش ۾ واڌارو ٿئي. ٻيو ته انگريزن کي خوف هو ته افغانستان وانگر سندن قبضو سنڌ تي جٽاءُ ڪري نه سگهندو، ان ڪري سنڌ تي تسلط قائم رکڻ لاءِ انهن سمجهيو ٿي ته سنڌ تي بمبئيءَ جو قبضو ضروري آهي. ان لاءِ 1868ع ۾ 'سنڌ ائڪٽ' پاس ڪري، بمبئيءَ جي گورنر جا گهڻا اختيار ڪمشنر کي ڏئي، سنڌ کي مالي معاملن ۾ بمبئي ڪاتي جو ڳيجهو رکيو ويو. انگريزن جي پاليسي اها هئي ته سنڌ جي جاگيردارن، زميندارن، پيرن ۽ قومي سردارن کي رعايتون ڏئي، سندن مدد سان عام ماڻهن کي مطيع ۽ مجبور ڪيو وڃي، جنهنڪري هتان جا ماڻهو روز بروز ڪمزور ۽ محتاج ٿيندا ويا. جڏهن ته نوازيل ماڻهو ملڪيتون گڏ ڪندا ويا. بمبئي پريزيڊنسيءَ جو دارومدار ڪامورن تي هو. جنهن جو مک ڪمشنر جي عهدي وارو آفيسر هو. جنهن جو سنڌ ۾ وڏو ڏهڪاءُ هو. بيجا اختيارن سبب سنڌ ۾ رشوت، رسائي ۽ لاپي جو دستور عام ٿي ويو. ڪاتن جا عملدار سال ۾ هفتي ڏيڊ لاءِ بمبئيءَ کان ايندا هئا، رشوتون وٺي شڪار ڪري واپس ويندا هئا. سندن ڌيان عام ماڻهوءَ جي مفادن بجاءِ هڪ مخصوص طبقي کي سگهارو ڪرڻ رهيو. جنهنڪري سنڌ جي واهن، انصاف، تعليم ۽ صحت جي حالت زبون ٿيندي وئي. انگريز حڪومت جي پاليسيءَ هيٺ خوددار، صاحب همت ۽ وطن دوست زميندارن ۽ خاندانن کي هيسائي، پنهنجن چاڙتن ۽ جي حضور زميندارن جِي، زمينن ۽ لقبن ڏيڻ سان، مدد ڪئي ويندي هئي ۽ خوددار زميندارن کي تڪليفون ڏنيون ويون. مثلاً: سردار امام بخش جتوئي، الف خان پٺاڻ (شڪارپور)، مخدوم محمد زمان (هالا)، پير حزب الله شاهه پاڳاري، سيد محمد شاهه سنائي (جي ايم سيد جي والد) کي ڪيترين تڪليفن کي منهن ڏيڻو پيو.

'منٽو مارلي سڌارن' بعد سنڌ جي چئن ميمبرن کي بمبئي ڪائونسل ۾ چونڊجڻ جو حق مليو. انهن مان ٻه ميمبر قومي ڪارڪن هئا. هڪڙو هو سيٺ هرچندراءِ وشنداس ۽ ٻيو هو رئيس غلام محمد ڀرڳڙي، جن بمبئي ڪائونسل تي وڃڻ شرط سنڌ جي عام مسئلن تي سر فيروز شاهه مهتا جي گروهه سان گڏجي دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي،

جن رشوت، تعليم جي گهٽتائيءَ وغيره تي ڳالهايو پر انهن جي ڳالهين تي ڌيان نه ڏنو ويو. بمبئي پريزيڊنسيءَ جي ماتحتيءَ ۾، سنڌ جا ماڻهو 1847ع کان 1908ع تائين انگريزن ۽ ديسي ڌارين جي اڪثريت جي تسلط هيٺ رهندا آيا. 1908ع ۾ سنڌ جي آزاديءَ جو احساس تڏهن پيدا ٿيو، جڏهن سيٺ هرچندراءِ وشنداس جي صدارت هيٺ 'سنڌ پراونشل ڪانفرنس' ڪوٺي وئي، ان ۾ سنڌ جي خاص مسئلن تي غور ڪيو ويو.

3 نومبر 1917ع تي سنڌ پراونشل ڪانفرنس جو خاص اجلاس حيدرآباد ۾ نون سڌارن جي مسئلن تي ويچار لاءِ گڏ ٿيو جنهن ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي مسئلي تي غور ڪرڻ لاءِ سيٺ هرچندراءِ وشنداس، جيرام داس دولترام، درگداس آڏواڻي، نارائڻداس آنند جي بيچر ۽ رستم خورشيد سڌوا، هن ڪميٽيءَ جي ميمورينڊم تيار ڪري، سنڌ ۾ آيل سيڪريٽري آف اسٽيٽ مانٽيگو ۽ لارڊ چيلمسفورڊ ۽ وائسراءِ هند اڳيان پيش ڪيو.

جڏهن هندستان کي مليل سڌارن جي تعميل ۽ نون سڌارن جي سفارش لاءِ سائمن ڪميشن مقرر ٿي ته بمبئي ڪائونسل جي مسلمان ميمبرن جي مدد سان آگسٽ 1928ع ۾ سائمن ڪميشن سان تعاون ڪرڻ لاءِ هڪ صوبائي ڪميٽي سر شاهنواز ڀٽي جي چيئرمنيءَ هيٺ ٺهي ۽ ان تي ٻيو ميمبر سيد ميران محمد شاهه ڪنيو ويو ۽ جڏهن اُها ڪاميٽي 12 نومبر 1928ع تي سنڌ ۾ آئي ته ايوب کهڙي جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ وفد سنڌ جي جدائيءَ لاءِ زوردار ڪيس پيش ڪيو. هن جدوجهد ۾ سڀ کان وڌيڪ ڪردار شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ ادا ڪيو ۽ ان ڏس ۾ سنڌي اخبار 'الوحيد' جو ڪردار به وساري نه ٿو سگهجي. هن محب وطن سياستدان، سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ جو سوال هندستاني سياسي جماعتن جي آڏو ڪاميابيءَ سان پيش ڪيو سنڌ جي ٻن اهم هندو اڳواڻن: جيرامداس دولترام ۽ پروفيسر ايس. پي چبلاڻيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ هندن هن سوال تي مخالفت ڪئي. باوجود ان جي شيخ صاحب هندو ۽ مسلمان اڳواڻن جي وڏي اڪثريت کان سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ واري سوال تي حمايت وٺڻ ۾ ڪامياب ويو 18 جون 1928ع تي سنڌ جي هندو مسلمان ليڊرن جي گڏجاڻي ٽيڪمداس واڌو مل بئريسٽر جي جڳهه تي گڏ ٿي، جنهن ۾ 26 اهم هندو مسلم شخصيتن اتفاق راءِ سان سنڌ جي جدائيءَ بابت ٺاهه ڪيو. جنهن جو تفصيل 20 جون 1928ع جي روزانه 'الوحيد' ۾ شايع ٿيو هو.

17 جولاءِ 1928ع تي ڪراچيءَ ۾ هندو مسلم قومي ڪارڪنن سنڌ جي جدائيءَ جو اصول، گڏيل چونڊن جي شرط سان قبول ڪيو ۽ اهو ظاهر ڪيو ته سنڌي، سنڌ جي جدائيءَ بعد خرچ برداشت ڪرڻ لاءِ تيار آهن.

سنڌ محمدن ايسوسيئيشن به سائمن ڪميشن کي عرضداشت پيش ڪئي ته سنڌ جي بمبئي کاتي سان شموليت ڪنهن به طرح ٺهي ڪانه ٿي. دهليءَ ۾ آل انڊيا مسلم ڪانفرنس، 31 ڊسمبر 1928ع ۽ 1 جنوري 1928ع تي سر آغا خان جي صدارت ۾ ڪوٺي ٿي، جنهن ۾ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو ته سنڌ کي جدا صوبو بنائي، جدا اسيمبلي ڏني وڃي. نومبر ۾ ٿي آل پارٽيز ڪنوينشن ڪلڪتي ۾ سر حاجي عبدالله هارون، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ بابا مير محمد بلوچ هڪ دستاويز ۾ سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪرڻ جو ٺهراءُ پيش ڪيو اهڙيءَ طرح خلافت ڪانفرنس سڪس آل انڊيا مسلم لئجسليٽرس ايسوسيئيشن به سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ جي گهر ڪئي. 31 مئي 1930ع تي سر شاهنواز ڀٽي، صدر سنڌ محمدن ايسوسيئيشن حيدرآباد ۾ سنڌ جي زميندارن جي ڪانفرنس سڏائي، سنڌ جي جدائيءَ جو ٺهراءُ پاس ڪيو

30 سيپٽمبر 1930ع تي جي ايم سيد ڪراچيءَ ۾ پنهنجي بنگلي تي جناح صاحب کي چانهن تي گهرايو جتي علامه آءِ آءِ قاضي، حاتم علوي، ايوب کهڙو ۽ ميران محمد شاهه گڏ ٿيا، جتي ڪيس سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ واسطي گذارش ڪئي وئي. 26 مئي 1930ع تي خانبهادر محمد ايوب کهڙي، سيد علي محمد شاهه راشديءَ جي مدد سان هڪ ڪتاب 'سفرنگ آف سنڌ' نالي سان ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن ۾ دليلن سان سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ لاءِ ڪيس پيش ڪيو ويو هو 1 آڪٽوبر 1930ع تي خانبهادر ايوب کهڙي، حاجي عبدالله هارون ۽ جي ايم سيد، سر شاهنواز ڀٽي ۽ جناح صاحب کي ڪراچيءَ ۾ دعوت ڏني، گول ميز ڪانفرنس ۾ سنڌ جي جدائيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ لاءِ چيو. 12 نومبر 1930ع کان 19 جنوري 1931ع تائين لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ ڪانگريس شرڪت نه ڪئي. سنڌ جي ٻن نمائندن: شاهنواز ڀٽي ۽ سر غلام حسين هدايت الله شرڪت ڪئي، جتي ٻنهي سنڌ جي جدائيءَ جي حق ۾ ڳالهايو.

ساڳئي سال 1931ع ۾ سيپٽمبر کان ڊسمبر تائين لنڊن ۾ ٻي گول ميز ڪانفرنس ٿي، جن ۾ سنڌ جا ساڳيا نمائندا ويا، اتي هندستان جي مختلف پارٽين جي وچ ۾ سمجهوتو ٿي نه سگهيو. ان ڪري وزيراعظم انگلنڊ مسٽر مئڪڊونلڊ کي فرقيوار مسئلي تي فيصلي جو اعلان ڪرڻو پيو، جنهن ۾ سنڌ جي جدائيءَ جو اصول قبول ڪرڻو پيو. سيپٽمبر 1932ع ڌاري ڪجهه فرقي پرست هندن 'اينٽي سنڌ سيپريشن' ڪاميٽي ٺاهي، پمفليٽ وغيره ڪڍيا، پر ڪين ڪا خاص حمايت ملي نه سگهي.

1932ع ۾ آل انڊيا خلافت ڪانفرنس جو اجلاس شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي صدارت هيٺ اجمير ۾ ڪوٺيو ٿيو ان ۾ بمبئي صوبي ۾ مسلمانن طرفان پنجن صوبن جي شرطن جي بنياد تي گڏيل چونڊن قبولڻ جو ٺهراءُ پاس ٿيو جن شرطن مان سنڌ جي جدائيءَ جو شرط هڪ هو ان ڪانفرنس ڪانپوءِ، مولانا شوڪت علي ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ گڏجي ان نموني تي بيان ڏنو اهڙيءَ طرح ٻيو پيرو لکنؤ ۾ آل انڊيا يونٽي ڪانفرنس گڏ ٿي، جتي گڏيل چونڊن جي شرط تي جناح صاحب جا 13 نڪتا قبول ڪيا ويا. آل انڊيا يونٽي ڪانفرس جو اجلاس الهه آباد ۾ گڏ ٿيو جيڪو ٻن هفتن تائين هليو ان موقعي تي سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا اعلان ڪيو ته گول ميز ڪانفرنس ۽

برٽش سرڪار بمبئي پريزيڊنسيءَ کان سنڌ جي علحدگي اصولي طور قبولي آهي. 18 اپريل 1932ع تي ڪراچيءَ ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي صدارت ۾ پهرين سنڌ آزاد ڪانفرنس گڏ ٿي. استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمئن جي ايم سيد هو. ان ڪانفرنس ۾ خانبهادر ايوب کهڙي، حاجي عبدالله هارون، حاجي مير محمد بلوچ ۽ ميران محمد شاهه وغيره حصو ورتو. 15 نومبر 1932ع تي حيدرآباد، سنڌ ۾ علامه يوسف عليءَ جي صدارت ۾ 'ٻي سنڌ آزاد ڪانفرنس' ڪوٺي ٿي، جنهن ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي حمايت ۾ ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. ان موقعي تي سنڌ آزاد ڪانفرنس نالي سان جماعت قائم ڪئي وئي، جنهن جو صدر شاهنواز ڀٽو، نائب صدر ايوب کهڙو ۽ سيڪريٽري سيد ميران محمد شاهه کي چونڊيو ويو. ورڪنگ ڪاميٽيءَ تي ڪراچيءَ مان جي ايم سيد کي شامل ڪيو ويو. فرقي پرست هندن، 26 جنوري 1933ع تي ڪانفرنس ڪوٺائي ۽ سنڌ جي جدائيءَ جي مخالفت ڪئي. 5 فبروري 1933ع تي سنڌ آزاد ڪانفرنس جي ورڪنگ ڪاميٽي ڪراچيءَ ۾ گڏ ٿي. وزيراعظم انگلنڊ جي سنڌ جي جدائيءَ جي اصول قبولڻ تي خوشيءَ جو اظهار ڪيو.

مارچ 1933ع ۾ انگلنڊ ۾ برٽش پارليامينٽ هندستان جي سڌارن جي بل جي مسودي تي غور ڪرڻ لاءِ جوائنٽ پارليامينٽري ڪميٽي مقرر ڪئي. ان ڪاميٽيءَ اپريل 1933ع تي، سنڌ آزاد ڪانفرنس کي تار موڪلي، سنڌس نمائندي کي سنڌ جي جدائيءَ لاءِ ڪيس پيش ڪرڻ واسطي لنڊن گهرايو. 20 جولاءِ تي کهڙي صاحب ڪاميٽيءَ آڏو سنڌ جو ڀرپور ڪيس پيش ڪيو.

جوائنٽ پارليامينٽري ڪميٽيءَ جون ميٽنگون هليون پئي، ته هند سرڪار هڪ انتظامي ڪميٽي، سنڌ جي جدائيءَ بعد، نئين صوبي جي انتظامي مسئلن تي تجويزن ڏيڻ لاءِ سر هيو ڊو جي چيئرمنيءَ هيٺ مقرر ڪئي. جنهن تي ايوب کهڙي، حاجي عبدالله هارون، قاضي عبدالرحمان، ديوان بهادر هيرانند کيمسنگهه سان گڏ ٽي انگريز ميمبر مقرر ڪيا ويا. ان ڪميٽيءَ اڳيان سيد ميران محمد شاهه 2 فبروري 1934ع تي هڪ ميمورنڊم پيش ڪيو. ڊو ڪميٽيءَ، 6 مارچ 1934ع تي رپورٽ پيش ڪندي سفارش ڪئي ته هندستان ۾ نون صوبن قائم ڪرڻ کان گهٽ ۾ گهٽ هڪ سال اڳ سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪري، گورنر جي هٿ هيٺ جدا صوبو بنايو وڃي. 1934ع ۾ حاجي عبدالله هارون، لنڊن ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي حق ۾ هڪ پمفليٽ ڇپائي، پارليامينٽ جي ميمبرن ۾ ورهايو. ساڳئي سال 28- 29 جولاءِ 1934ع تي ٽئين سنڌ آزاد ڪانفرنس ڪٺي ٿي، جنهن ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان جدا صوبي جي گهُر کي دهرايو ويو. هن ڪانفرنس ۾ سر آغا خان جا ٽورا مڃيا ويا. جنهن جي ڪوشش سان سنڌ جي جدائيءَ جو مسئلو پايہ تڪميل تي پهتو هو. آڪٽوبر 1934ع ۾ جوائنٽ پارليامينٽري ڪميٽيءَ جي رپورٽ ۾ سنڌ جي جدائيءَ لاءِ پارليامينٽ کي سفارش پيش ڪئي وئي. 1935ع ۾ جوائنٽ پارليامينٽري رپورٽ جي فقري- 46 تحت سنڌ کي جدا صوبو تسليم ڪيو ويو. سال جي آخر ۾ اهو بل پارليامينٽ مان پاس ٿيو ۽ ٽئين آگسٽ 1935ع تي، بادشاهه سلامت جي صحيءَ سان گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ 1935 جي صورت اختيار ڪئي. ائڪٽ موجب سنڌ جي جدائيءَ لاءِ تاريخ، آرڊر ان ڪائونسل ذريعي مقرر ڪرڻي هئي. 23 جنوري 1936ع تي اهو آرڊر ان ڪائونسل مسودي جي صورت ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو جنهن مطابق 1 اپريل 1936ع تي سنڌ کي دائمي طرح جدا صوبو تسليم ڪيو ويو ۽ جيستائين نين چونڊن بعد سنڌ جي آئيني حڪومت وجود ۾ اچي، ان وقت تائين سنڌ لاءِ گورنر مقرر ڪري، سمورين اختيارين ان کي سونپيون ويون. ڪيس 35 ڄڻن جي صلاحڪاري ڪائونسل ۽ 200 اهلڪار ڏنا ويا.

اهڙيءَ طرح 1908ع کان 1936ع تائين اٺاويهن سالن جي جدوجهد بعد 01 اپريل 1936ع کان سنڌ کي بمبئي پرڳڻي کان جدا ڪري الڳ صوبو تسليم ڪيو ويو. جنهن ڪانپوءِ ان جو پهريون گورنر سر لانسلاٽ مقرر ٿيو.

**خلافت تحريڪ:** پهرين عالمي جنگ کان پوءِ انگريز راڄ خلاف هندستان جي مسلمانن جي هيءَ تحريڪ، خلافت عثمانيه ۽ ترڪن جي حمايت ۾ شروع ٿي هئي. عالمي جنگ ۾ ترڪيءَ، جرمنيءَ جو ساٿ ڏنو هو. وارسا جي ٺاهه کان پوءِ اتحادين، ترڪيءَ سان 'سيوري' جي هنڌ تي هڪ ٺاهه ڪيو، جنهن ٺاهه جا شرط تمام سخت هئا. برطانيه ۽ فرانس، ترڪيءَ کي مختلف حصن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيو هو. 'رولٽ ائڪٽ' جي ڪري ماڻهن ۾ اڳ ئي اشتعال هو. مٿان وري 'سيوري معاهدي' ٻرنديءَ تي تيل جو ڪم ڏنو. سڄي هندستان ۾ خلافت جي تحفظ لاءِ اها تحريڪ تمام جلدي پڪڙجي وئي. هن تحريڪ ۾ مولانا محمد علي، مولانا شوڪت علي، مولانا ظفر علي خان، مولانا ابوالڪلام آزاد، حڪيم اجمل خان، ڊاڪٽر مختيار احمد انصاري ۽ مولانا حسرت موهانيءَ جهڙا قابل ماڻهو شامل هئا. خلافت تحريڪ مسلمانن کي نه صرف متحد ڪيو، پر منجهن جوش به پيدا ڪيو. ان وقت انڊين نيشنل ڪانگريس، برطانيا جي حڪومت خلاف نان ڪوآپريشن (عدم تعاون) جي تحريڪ شروع ڪئي، جنهن کي ڪن مسلمانن 'ترڪ موالات' تحريڪ جو نالو ڏنو. مسلمان، هندو ۽ ٻيا ڪيترائي گروپ، ڪانگريس جي جهنڊي هيٺ گڏ ٿي ويا هئا. تحريڪ خلافت ۽ ترڪ موالات تحريڪ پاڻ ۾ اتحاد ڪيو. مسلمانن قانون ساز ڪائونسلن ۽ سرڪاري نوڪرين جو بائيڪاٽ ڪيو. مسلم يونيورسٽيءَ علي ڳڙهه جي مقابلي ۾ 'جامعه مليه' جو بنياد رکيو ويو. مسلمانن جي وڏي تعداد پاڻ کي گرفتارين لاءِ پيش ڪيو. گهڻن مسلمانن پنهنجون ملڪيتون وڪڻي، افغانستان طرف هجرت ڪئي. مالابار جي موپلن، انگريز حڪومت خلاف بغاوت ڪئي ۽ بهادريءَ سان وڙهندي ڪيترائي ماريا ويا. هندستان ۾ خلافت جي تحريڪ، حڪومت برطانيه جا بنياد لوڏي ڇڏيا.

سنڌ به هن تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو. خلافت تحريڪ ۾ مولانا محمد صادق کڏي واري، مولانا دين محمد وفائي، مولوي عبدالڪريم چشتي،

پير تراب علي شاهه راشدي ۽ ٻين تمام ڀرپور حصو ورتو. مولانا محمد صادق کڏي واري 'جمعيت الانصار' ۾ شامل ٿي، ڀرپور جدوجهد ڪئي.
هن ترڪن خلاف انگريزن جي فوج ۾ ڀرتيءَ خلاف فتويٰ ڏني ته ترڪن سان وڙهڻ ڪُفر جي برابر آهي. مولانا محمد صادق جي هن فتويٰ ۽ ٻين عالمن جي پُٺڀرائيءَ، بلوچستان ۾ خاص اثر پيدا ڪيو، جنهنڪري سردار نورالدين مينگل جي اڳواڻيءَ ۾ انگريزن خلاف بغاوت شروع ٿي. ان ڪري بلوچستان ۾ انگريزي لشڪر ۾ ڀرتي روڪجي وئي. نتيجي طور ترڪن جي گهيري هيٺ آيل انگريز جرنل ٽائون شيڊ کي وقت سر مدد نه ملي ۽ ڪيس مجبوراً ترڪن آڏو جهُڪڻو پيو.

'جمعيت الانصار' جي سرگرمين کي روڪڻ لاءِ برٽش سرڪار سخت قسم ڪنيا. شيخ الهند محمود الحسن ۽ مولانا حسين احمد مدنيءَ کي حج تان گرفتار ڪري، مالٽا ۾ قيد رکيو. مولانا محمد صادق کڏي واري کي ڇهن سالن تائين ڪار وار جيل ۾ رکيو ويو. مولانا عبيدالله سنڌي، شيخ محمد ابراهيم ۽ مولوي عبدالله لغاري سانگهڙ واري سان گڏ هجرت ڪري افغانستان ويو. جيل مان آزاد ٿيڻ بعد مولانا محمد صادق کڏي وارو آل انڊيا خلافت ڪاميٽيءَ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. 1920ع ۾ مولانا کي 'ڪراچي خلافت ڪانفرنس'، مرحبائي ڪميٽيءَ جو صدر چونڊيو ويو. هُو خلافت ڪميٽيءَ ۾ ڪڏهن صدر، ڪڏهن نائب صدر ٿي رهيو. اهڙي طرح مولوي محمد معاذ نواب شاهه واري جو به خلافت تحريڪ ۾ ڪافي حصو رهيو آهي. مولوي عبدالڪريم چشتيءَ جو خلافت تحريڪ ۾ تمام اهم حصو رهيو آهي ۽ ان سلسلي ۾ هو ڪيترا ڀيرا جيل پڻ ويو. مولانا دين محمد وفائيءَ جو به خلافت تحريڪ ۾ وڏو حصو آهي. جڏهن فيض الڪريم موري [نوشهري فيروز] واري، ترڪيءَ جي خليفي جي خلاف 'شريف مڪہ' جي فائدي ۾ هڪ رسالو 'تحقيقتہ الخلافتہ' لکي، سنڌ جي ڪيترن عالمن ۽ پيرن کان صحيحون ورتيون، ته ان جي رد ۾ مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي نظرداريءَ هيٺ مولانا وفائي رسالو 'اظهارالڪرامت' لکي تيار ڪيو، جيڪو 7 کان 9 فيبروري 1920ع تي لاڙڪاڻي ۾ منعقد ٿيل خلافت ڪانفرنس جي موقعي تي ڇپائي ورهايو ويو. مارچ 1920ع کان الوحيد اخبار ۾ اسسٽنٽ ايڊيٽر جي حيثيت ۾ هن خلافت تحريڪ جي حمايت ۾ تمام گهڻو لکيو. 17 مارچ 1920ع تي سائين جي ايم سيد ننڍيءَ ڄمار ۾ سن ۾ 'خلافت ڪانفرنس' سڏائي هئي، جنهن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ ٻين عالمن شرڪت ڪئي هئي. شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي خلافت هلچل ۾ حصي وٺڻ تي ٻن سالن جي سزا ڏني وئي. اهڙيءَ طرح سنڌ جي عالمن خلافت تحريڪ ۾ تمام وڏو ڪردار ادا ڪيو جنهن تي ڌار ڪتاب لکڻ جي ضرورت آهي.

جڏهن 1924ع ۾ ترڪيءَ جي انقلابي اڳواڻ مصطفيٰ ڪمال پاشا، 'خلافت عثمانيہ' کي ئي ختم ڪري ڇڏيو تڏهن هندستان ۾ خلاف عثمانيہ سان همدرديءَ واريون سموريون تحريڪون 'خلافت تحريڪ' سميت ختم ٿي ويون.

**هجرت تحريڪ:** خلافت تحريڪ جي دوران 15 آگسٽ 1920ع تي ترڪيءَ کان زوريءَ هڪ عهدنامي تي صحي ورتي وئي، جيڪو 'عهدنامہ سيوري' جي نالي سان مشهور آهي. ان ۾ اچا به ڳرا شرط رکيا ويا، جنهنڪري مسلمانن ۾ وڏيڪ تاءُ پکڙيو. 19 مارچ 1920ع تي برصغير جي مسلمانن جي هڪ طبقي 'يوم غم' ملهايو. انهن مان ڪن هندستان کي 'دارالحرب' قرار ڏنو جنهن ۾ رهڻ بدران هجرت ڪري ڪنهن اسلامي ملڪ ۾ وڃي ان کي دارالاسلام بنائڻ لاءِ تحريڪ هلائجي. انهيءَ پس منظر ۾ سنڌ جي مسلمانن مان ڪيترن انگريزن جي انهيءَ تاءُ ڏيندڙ رويي سبب سنڌ مان هجرت ڪرڻ جي سٽ سٽي. انهيءَ سلسلي ۾ 11 اپريل 1920ع تي سيوهڻ ۾ خلافت ڪميٽيءَ جو جلسو منعقد ٿيو جنهن جي صدارت مولانا عبدالڪريم درس ڪئي. ان ۾ رئيس جان محمد جوڻيجي ۽ ٻين تقريرون ڪري ٺهراءُ بحال ڪيو ته سنڌ مان هجرت ڪئي وڃي ۽ مسلمانن جي ملڪ افغانستان ۾ وڃي رهجي. انهيءَ ڪانپوءِ هجرت جي تياريءَ لاءِ باقاعدي 'هجرت ڪاميٽي' ناهي وئي، جنهن جو صدر، پير تراب علي شاهه ۽ سيڪريٽري [رئيس المهاجرين] جان محمد جوڻيجو چونڊيا ويا ۽ لاڙڪاڻي کي ان جو مرڪز بنايو ويو. 22 مئي تي حيدرآباد ۾ جلسو ٿيو. ان ۾ رئيس جان محمد جوڻيجي جي صحيءَ سان بمبئيءَ جي گورنر جي پوليٽيڪل سيڪريٽريءَ ڏانهن تار رواني ڪئي وئي، جنهنڪري انگريز سرڪار ڪاوڙجي سنڌس زمينن جو پاڻي بند ڪيو.

انهن حالتن، سنڌ جي مسلمانن کي هجرت لاءِ مجبور ڪيو. آخر جولاءِ 1920ع ۾ لاڙڪاڻي شهر مان هڪ اسپيشل ٽرين ڀاڙي تي ڪري، رئيس جان محمد جوڻيجو ساڍن ستن سوَن سنڌي مهاجرن جو سٿ ساڻ ڪري، افغانستان روانو ٿيو. هي قافلو 19 جولاءِ 1920ع تي جلال آباد، افغانستان پهتو. افغان حڪومت پهريائين ته سنڌ مان آيل مهاجرن کي رهايو، پر پوءِ مٿن ڏيان هٽائي ڇڏيو. جنهنڪري رئيس جان محمد جوڻيجو واپس موٽي اچي مولانا محمد علي جوهر سان اچي مليو ۽ اجمير جي خلافت ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو. اتي ڪيس بخار ٿي پيو ۽ تقرير ڪري نه سگهيو، پر فارسيءَ ۾ لکيل پنهنجي تقرير جلسي ۾ پڙهڻ لاءِ موڪلي ڏنائين. سنڌس بخار خوفناڪ بيماريءَ جي صورت اختيار ڪري ويو. 11 اپريل 1921ع تي اجمير ۾ وفات ڪيائين. کيس معين الدين چشتيءَ جي مقبري جي هڪ ڪنڊ ۾ دفن ڪيو ويو. سنڌس وفات کانپوءِ ڪابل ۾ ويل سنڌي مهاجرن جو ڪو اوهي واهي نه رهيو. افغان حڪومت جي بي حسي ۽ بي ڌيانيءَ سبب اهي مجاهد ڦرجي لٽجي، تڪليفون سهي واپس موٽي آيا. جيتوڻيڪ ظاهري طرح هيءَ تحريڪ ناڪاميءَ جو شڪار ٿي وئي، پر هن تحريڪ، آزاديءَ جي راهه هموار ڪرڻ لاءِ وڏو اهم ڪردار ادا ڪيو.

**عدم تعاون/ ترڪ موالات تحريڪ:** هيءَ تحريڪ 1920ع ڌاري هندستان ۾ انگريزن خلاف هلائي وئي هئي. هندستان ۾ مهاتما گانڌيءَ جي شروع ڪيل ’نان ڪوآپريشن تحريڪ‘ جي اثر هيٺ هئڻ باوجود، مسلمانن هن تحريڪ کي پنهنجي طور ’عدم تعاون‘ ۽ ’ترڪ موالات‘ جا نالا ڏنا. هن تحريڪ جو مقصد اهو هو ته برطانوي حڪومت سان ڪنهن به قسم جو تعاون نه ڪيو وڃي، ڇوته خلافت عثمانيه، جزيرة العرب، جليانوالا باغ واقعي ۽ آزاديءَ جي حق بابت انگريز حڪومت جي حڪمت عملي نهايت غلط ۽ مسلمان دشمن هئي. حڪومت سان عدم تعاون جي پروگرام هيٺ اعزازن/ عهدن ۽ سرڪاري خطابن کي ترڪ ڪرڻ، سرڪاري ۽ نيم سرڪاري تقريبن جو سماجي بائيڪاٽ ڪرڻ، سيني سرڪاري ۽ امدادي درسگاهن مان شاگردن جي نڪرڻ وغيره جون ڳالهيون شامل هيون. هن پروگرام تي 1920ع ۾ جمعيت العلماءِ ۽ خلافت ڪاميٽيءَ عمل ڪرڻ شروع ڪيو. عالمن باقاعدي فتوائون جاري ڪيون، جنهنڪري هزارين ماڻهن پنهنجا لقب، القاب ۽ خطاب واپس ڪيا. شاگردن سرڪاري اسڪولن مان پنهنجي پڙهائي ڇڏي ڏني، ملازمن پنهنجون نوڪريون ڇڏي ڏنيون. سنڌ جا مسلمان به هن تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ پنهنجو سڀ ڪجهه قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي بيٺا. رئيس جان محمد جوڻيجي انگريز سرڪار طرفان مليل سمورا خطاب واپس ڪيا، نتيجي ۾ انگريزن کيس تڪليفون ڏنيون ۽ سندس زمين جو پاڻي به بند ڪرائي ڇڏيو. رئيس غلام محمد ڀرڳڙي ’شرائط صلح‘ تي ناراضگيءَ جو اظهار ڪندي ليجسليٽو ڪائونسل جي ميمبرشپ تان استعيفا ڏني. پهرين آگسٽ 1920ع تي تحريڪ عدم تعاون جي ڏينهن تي سڄي هندستان سميت سنڌ ۾ هڙتال ڪئي وئي. هن تحريڪ مان مسلمانن کي ڪافي نقصان به ٿيو، ڇوته تحريڪ هلائڻ سبب مسلمانن جي معاشي حالت ٺيڪ نه رهي. هن تحريڪ ۾ هندن ۽ مسلمانن گڏجي حصو ورتو. هندستان جي تاريخ ۾ اهو پهريون ۽ آخري دور هو جڏهن هندن ۽ مسلمانن پاڻ ۾ اتحاد ڪيو پر افسوس جو هيءُ اتحاد وڌ ۾ وڌ ٻي سال هلي سگهيو.

**ريشمي رومال تحريڪ:** ريشمي خطن جي تحريڪ، جيڪا ’ريشمي رومال‘ تحريڪ به سڏجي ٿي، ان کي ڪجهه عالمن ’تحريڪ شيخ الهند‘ به سڏيو آهي ۽ ان کي برٽش انڊيا جي سي. آءِ. ڊي ’ريشمي خطن واري سازش‘ سڏيو آهي. ريشمي رومال تحريڪ جو مقصد انگريزن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ هو ۽ خاص مقصد 1857ع واري شڪست جي خال کي پرڻ هو جنهن لاءِ ’جماعت الانصار‘ نالي هڪ جماعت ٺاهي وئي، جنهن جو مقصد تحريڪ کي مرڪزي سطح تي هلائڻ لاءِ ديوبند جي علمائن کي گڏ ڪري ملڪ ۾ هڪ اهڙو انقلاب آڻڻ هو جنهن موجب هندستان ۾ ماڻهن ۾ هلچل پيدا ڪري بغاوت ڪرائي انگريزن کي هندستان مان ڪڍڻ هو. ملڪ کان ٻاهر به رابطا ڪيا ويا. اتر اولهه سرحد تي قبائلين کان افغانستان جي نگرانيءَ هيٺ حملي ڪرڻ جو منصوبو جوڙيو ويو حملي لاءِ 19 فيبروري 1917ع جو ڏينهن مقرر ڪيو ويو هو.

ان تحريڪ جا سرواڻ مولانا محمود الحسن ديوبندي ۽ ان جو شاگرد مولانا عبيدالله سنڌي مولانا محمد صادق کڏي وارو سندس پائيتو محمد ابراهيم سنڌي، حاجي عبدالله هارون ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي وغيره هئا. انهن مان محمد ابراهيم سنڌي 1917ع ۾ روس جي انقلاب ڪانپوءِ بدخشان ويندي رستي ۾ وفات ڪري ويو. هن تحريڪ جي شروعات ۾ اهو فيصلو ڪيو ويو ته هٿيارن کان سواءِ ويڙهه ڪري، هندستان مان انگريزن کي ڪڍي وطن آزاد ڪرائڻ ڏکيو آهي، جنهن لاءِ رٿابندي ڪئي وئي.

1914ع ۾ سڄيءَ دنيا کي پهرين مهاڀاري لڙائي پنهنجي لپيٽ ۾ وٺي چڪي هئي. ڪراچي شهر هڪ فوجي ڇانوڻيءَ ۾ تبديل ٿي چڪو هو. برطانيا ۽ اُن جا حامي اعلان جنگ ڪري چڪا هئا. سنڌ سميت پوري هندستان ۾ هر سياسي، سماجي شخصيتن کي گرفتارين جو هڪ اڻٽٽ سلسلو شروع ڪيو ويو.

مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ وفد، جنهن ۾ مولوي عبدالله لغاري، فتح محمد شيخ ۽ نور محمد افغاني شامل هئا. 15 آڪٽوبر 1915ع (1333ھ) تي ڪابل پهتو. ڪابل پهچي مولانا عبيدالله سنڌي پنهنجي انقلاب پروگرامن جي تياريءَ ۾ لڳي ويو. جتي هن افغانستان جي بادشاهه امير حبيب الله سان ملاقات ڪئي. مولانا ان کي انقلابي پروگرام سمجهايو. امير حبيب الله سيني کان اها بيعت ورتي ته جيستائين هو جنگ شروع نه ڪري، انقلابي ڪجهه به نه ڪندا ۽ هو فقط جنگ جي تياري ڪندا. اهڙو واعدو ابو السراج، غلام محمد دين پوري، مولانا تاج محمود امروٽيءَ کان به ورتو ويو. سڀ ماڻهو امير حبيب الله وٽان جنگ جي اعلان جا منتظر هئا. امير حبيب الله جيئن ته انگريزن سان ٻڌل هو، آخري بيعت جو مقصد به اهو هو. جنهن تي جنوري 1916ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌي جندالله جو قيام عمل ۾ آندو. مولانا عبيدالله ڪابل ۾ ويهي هندستان جي هڪ عارضي جلاوطن حڪومت قائم ڪئي. ان جو صدر راجا مهندر پرتاب، وزيراعظم برڪت الله ۽ مولانا پاڻ وزير داخلا بڻيو ان وقت روس ۾ ڪميونسٽ انقلاب شروع ٿي چڪو هو.

هن تحريڪ کي ريشمي رومال تحريڪ ان ڪري چيو وڃي ٿو جو انگريزن کان لڪ ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ مختلف سياسي شخصيتن ۽ تحريڪ جي ڪارڪنن ڏانهن هدايتون ۽ تجويزون ريشمي ڪپڙي جي هڪ گز ڊگهي ۽ هڪ گز ويڪري ٽڪري تي لکي موڪليندو هو. آخري ٽي خط، جيڪي عبدالحق نالي ڪارڪن جي هٿان (9 جولاءِ 1916ع تي) موڪليا ويا، جن ۾ هڪ خط شيخ الحديث مولانا محمود الحسن جي نالي هو اهي خط انگريزن جي هڪ ايلچي خانبهادر حق نواز جي هٿ لڳي ويا. اهڙيءَ طرح انگريزن کي هن ڳجهي

تحريڪ جي ڄاڻ ملي وئي. انگريزن وٺ پڪڙ شروع ڪئي ۽ ائين اها تحريڪ پنهنجي منزل تي پهچڻ کان اڳ ناڪام ٿي وئي.

سنڌ ۾ هن تحريڪ جو مرڪز ڪراچيءَ جو علائقو ڪڏو رهيو، جتي مولانا محمد صادق کڏي واري جو مدرسو هن تحريڪ جو هيڊڪوارٽر هو. سنڌ ۾ ننڍي ڪارڪن کان وٺي مرڪزي اڳواڻن تائين خدائي فوج ۾ قائم مقام سالار کان وٺي ليفٽيننٽ تائين سنڌي اهم عهدن تي فائز هئا. راز ظاهر ٿيڻ ڪانپوءِ سنڌ مان مولانا تاج محمود امروٽي، مولانا محمد صادق کڏي واري، پير اسد الله شاهه، مولوي عبدالله، حڪيم قاضي عبدالقيوم، شيخ عبدالمجيد سنڌي، شاهه بخش لاشاري، رئيس غلام محمد ڀرڳڙيءَ کي گرفتار ڪيو ويو. مولانا محمد صادق کڏي وارو اهم اڳواڻ هو، جنهن کي گرفتار ڪري ٽن سالن جي سزا ٻڌائي وئي.

شيخ عبدالرحيم سنڌي تحريڪ جو هڪ اهم ڪارڪن هو. تحريڪ ناڪام ٿيڻ ڪانپوءِ هن جي گرفتاريءَ جا آرڊر جاري ڪيا ويا، پر سرڪار کي هٿ نه لڳو. هو روپوش ٿي سرهند شريف هليو ويو، جتي مزدوري ڪندو هو ۽ اتي ئي گذاري ويو. شيخ الهند ۽ سندس ساٿين مولانا حسين احمد مدني ۽ ٻين کي مڪي جي والي شريف حسين مڪيءَ انگريزن جو ايجنٽ ٿي مديني شريف مان گرفتار ڪري انگريزن جي حوالي ڪري مالٽا ٻيٽ ۾ قيد ڪيو ويو ۽ 'اسير مالٽ' سڏيو ويو.

سنڌ ۾ هن تحريڪ جي ختم ٿيڻ ڪانپوءِ مولانا عبيدالله سنڌي افغانستان ۾ رهي پيو. مئي 1919ع ۾ جنگ ڪانپوءِ افغانستان برطانيا جي چنبي مان مڪمل آزاد ٿي ويو. افغانستان جو بادشاهه امير امان الله پنهنجي پيءُ حبيب الله ۽ ڏاڏي عبدالرحمان وانگر انگريزن جو ساٿاري نه هو. امير امان الله مولانا جي جلاوطن حڪومت کي تسليم ڪيو. مولانا عبيدالله سنڌي 15 آڪٽوبر 1922ع تي ڪابل کان ماسڪو پهتو. هتان کان جولاءِ 1933ع ۾ ترڪيءَ پهتو. مختلف ملڪن مان ٿيندو مديني شريف پهتو جتي جنوري 1938ع ۾ مولانا کي انڊين پاسپورٽ جاري ڪيو ويو. مارچ 1939ع ۾ هو ڪراچي بندر تي پهتو جتي بندرگاهه تي سنڌ جي وڏي وزير الله بخش سومري (شهيد) سندس آدرڀاءُ ڪيو. سنڌ ۾ اچي مولانا صاحب 1944ع ۾ هڪ سياسي جماعت سنڌ ۽ هند ساگر پارٽيءَ جو بنياد وڌو. افغانستان جي حڪمرانن، سنڌ ۽ هند جي ڪجهه سياستدانن پنهنجي ذاتي فائدن خاطر هن تحريڪ ۾ انقلابين جو ساٿ نه ڏنو ۽ هيءَ تحريڪ ناڪام ٿي.

*(خاص حوالو: ڪراچي سنڌ جي مارئي: گل حسن ڪلمتي)*

**حُر تحريڪ:** برصغير ۾ جڏهن به آزاديءَ يا آجپي جي تحريڪن جو ذڪر ايندو ته اتي حر تحريڪ جو به نمايان ڪردار نظر ايندو.

سنڌ ۾ جڏهن ميرن جو آخري دور هو ان وقت هندستان جي سيني ڀاڱن ۽ علائقن تي سڌي يا اڻ سڌي طرح انگريزن جي حڪومت قائم ٿي چڪي هئي. تنهن وقت ڪين اهو فڪر هو ته، ڪيئن به ڪري سنڌ تي قبضو ڪجي. پنجاب ۾ سکن جي حڪومت هئي، جنهن جو حڪمران رنجيت سنگهه، انگريزن سان ٻٽ هو ۽ سنڌ تي قبضي ڪرڻ جا گهات گهڙيندو رهيو.

ان دؤر ۾ پير صاحب پاڳاري سيد صبغت الله شاهه (اول) کي انگريزن ۽ سکن جي سازشن خلاف ڏاڍو جوش ۽ جذبو هو. اهو بزرگ ڏسي رهيو هو ته هاڻي پنهنجي وطن سنڌ جو خير ڪونهي، ان ڪري پنهنجن مريدن ۽ معتقدن جي تنظيم سازي شروع ڪيائين. پير صاحب پاڳاري ۽ سندس خاندان انگريز حاڪمن جي جابراڻي حڪومت خلاف هميشه سينو ساهيو ۽ آزاديءَ جي عظيم مقصد ماڻڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ائين هڪ عظيم تحريڪ کي جنم ڏنو جيڪا اڳتي هلي 'حُر تحريڪ' جي نالي سان مشهور ٿي.

جماعت جا هينيان چار اصول هئا: (1) فرق (جدا ۽ رازدار گروهه)، (2) ترڪ (تحريڪ جي رستي ۾ سڀ لاڳاپا لاهڻ)، (3) غازي ٿيڻ (حق جي راهه ۾ لڙڻ) ۽ (4) اطاعت امير (ليڊر جي تابعداري).

انگريزن سنڌ ۾ پير سائين پاڳاري جي خاندان کي خاص طور اک ۾ رکيو. سندس انقلابي مجاهدن تي نظرداري وڌائي وئي ۽ پير صاحب جي سرگرمين تي به چوڪسي رکي وئي. ان ڪري پير صاحب، سندس جماعت ۽ انگريز سرڪاري جي وچ ۾ اها ڇڪتاڻ هلندي رهي. سيد حزب الله شاهه (1258-1308هه) جي وقت ۾ حرن توڙي عام جماعت جو رخ انگريزن جي خلاف سخت ٿيو ۽ ان جذبي آخرڪار ٻي حُر تحريڪ (1896ع) جي صورت اختيار ڪئي. جڏهن بچو بادشاهه ۽ پيرو وزير ٿرپارڪر ضلعي جي ڪجهه حصن تي پنهنجي آزاد حڪومت جو اعلان ڪيو. انگريز سرڪار هن تحريڪ کي بغاوت قرار ڏني، دٻاءُ لاءِ منظم طور تي ڪارروايون شروع ڪيون. ٻي تحريڪ جا اڳواڻ ٻارنهن هئا، جن کي 'ٻارهن ڀھروٽيا' سڏيو ويو، جن مان ڪجهه جا نالا هن ريت آهن: بچو خاصخيلي عرف بچو بادشاهه، پيرو وساڻ عرف پيرو وزير، گلو موچي، ٽڳيو چانگ، پلو ڳاهي، خميسو وساڻ، ختلو قاضي، قلان ڪاسائي.

انگريز سرڪار هن تحريڪ کي دٻائڻ لاءِ اهڙا سخت طريقا استعمال ڪيا، جن انگريز حڪومت ۽ ان جي آفيسرن ۽ مددگارن جي برخلاف حرن جي دلين ۾ نفرت جي باهه ڀڙڪائي ڇڏي. انگريز سرڪار مٿن سخت ڏاڍ ۽ جبر ڪري هينيان طريقا ۽ قانون لاڳو ڪيا. جهڙوڪ: (1) ڏوهين توڙي بي ڏوهين جي ڳوٺن کي ساڙڻ، (2) چوپائي مال ۽ ماڻهن کي بندوقن جو نشانو بڻائڻ، (3) عورتن جي بي حرمتي ڪرڻ، (4) بنا عدالتي فيصلي جي سندن زمينون ۽ ملڪيتون ضبط ڪرڻ، (5) گڏيل ڏنڊ ۽ چٽيون ڳوٺن مٿان وجهڻ، (6) خاص ٽربيونل ۽ مارشل لا ڪورٽون برپا ڪري انهن جي ذريعي سون ماڻهن کي موت يا قيد جون ڳريون سزائون ڏيڻ، (7) جماعت جي ماڻهن کي بنا عدالتي فيصلي جي لوڙهن (Concentration Camps) ۽ سيٽلمينٽن (Settlemens) ۾ رکڻ، (8) هنن مان ڪيترن کي صوبي کان ٻاهر جلاوطن ڪري جيلن يا خاص ڪئمپن ۾ رکڻ، (9) ڪيترن کي قومي ڏوهاري قرار ڏئي، وقت بوقت پوليس ٿاڻي تي حاضريون ڏيارڻ ۽ سندن نقل حرڪت لاءِ حدون

مقرر ڪرڻ، جن کان ٻاهر هو گذر سفر لاءِ به وڃي نه ٿي سگهيا، (10) ڪمائيندڙ مردن کي سندن زالن ۽ اولاد کان جدا ڪرڻ بعد پوئين کي گذرمعاش جي انتظام ڪرڻ کان سواءِ ڇڏي ڏيڻ، (11) مڪاني پوليس عملدارن ۽ سندن پَٽيلن جي خبرن تي سختيءَ جو ورتاءُ اختيار ڪرڻ. انهن قانونن ڪجهه وقت لاءِ حرن کي بيوس ڪري ڇڏيو. ظلم جي ان چڪيءَ ۾ اٽڪل چاليهه سال پيسبا رهيا. سندن حالتون خراب ٿي ويون. ڏينهن جو وقت پنهنجي گذر لاءِ ڪمائيندا هئا، ته رات جو پوليس وارن جي گهوڙن جو گاهه آڻڻ، تنبيلا صاف ڪرڻ، ڪين ڪاٺيون پاڻي موجود ڪري ڏيڻ ۾ صرف ڪندا هئا.

سرڪار حُر تحريڪ کي دٻائڻ لاءِ 20 مارچ 1942ع تي سنڌ اسيمبليءَ مان حُر ايڪٽ پاس ڪرايو، جنهن کي 10 اپريل 1942ع تي گورنر منظور ڪيو. حر ايڪٽ هيٺ سمورن حُرن کي دهشتگرد، ڌاڙيل ۽ ڏوهاري قرار ڏنو ويو ۽ حڪم ڪڍيو ويو ته حُرن جون جائدادون ۽ ملڪيتون تباهه ۽ ضبط ڪيون وڃن ۽ ڪين ڏسندي ئي گولي هنئي وڃي. آرڊر ملندي ئي پوليس ۽ ملٽريءَ ظلم جي باهه ٻاري ڏني. حُر ته ڇا، پر حُرن جي اوڙي پاڙي کي به نه ڇڏيائون. سکر ۽ ڪيٽيءَ جي وچ ۾ ڳوٺ مياڻ جي رهاڪو پر امن مهاڻن تي انگريز ملٽريءَ، 30 هٿياربندن جي انڌا ڌنڌ فائرنگ شروع ڪئي ۽ باهه ٻاريندڙ نندا بم اُڇلايا. اوچتو پنيان غازي مجاهد، جيڪي رندن جي ڳوٺ ۾ رهيل هئا، ملٽريءَ تي اچي ڪڙڪيا. غازين جو تعداد 40 هو، جن ۾ ڪيتريون عورتون به شامل هيون. غازين ڀرپور حملو ڪري سؤ کن ملٽريءَ وارا ماري وڌا، ڪيترا زخمي ڪيا ۽ ٻيا اٿاهه بارود ۽ هٿيار ڇڏي ڀڄي ويا.

انگريز ملٽريءَ حرن، مريدن ۽ اڻ لاڳاپيل ماڻهن تي حملا شروع ڪري ڏنا، نتيجي طور حُرن 'تنگ آمد به جنگ آمد' واري پاليسي اختيار ڪئي ۽ هنن گوريلا ڪارروايون شروع ڪري ڏنيون. هنن سانگهڙ ويجهو مَکِي ٻيلي کي پنهنجو مرڪز ٺاهيو.

17 مئي 1942ع تي رات جو 12 وڳي حُرن، اُڏيري لعل ۽ ٽنڊي آدم وچ ۾ پليجاڻيءَ ويجهو لاهور ميل کي ڪيرايو. لاهور ميل ۾ خانبهادر الله بخش سومرو، مسٽر نهچلداس وزيراڻي ۽ سر غلام حسين جو پٽ منور حسين سوار هئا، پر حيدرآباد اسٽيشن تي خانبهادر الله بخش سومري کي ڪو گهَرو دوست خاموشيءَ سان ويٽنگ روم جي پوئين دروازي کان وٺي ويو، جنهن کي حرن جي ڪارروائيءَ جي کُڙڪ پئجي وئي هئي. هن حادثي ۾ 32 مسافر مري ويا ۽ اٽڪل 100 کن زخمي ٿيا. سر غلام حسين جو پٽ منور حسين به مري ويلن ۾ شامل هو. هندستان ۾ گاڏي ڪيرائڻ جو اهو پهريون واقعو هو، جنهنڪري انگريز سرڪار ۾ ٿرٿلو پئجي ويو ۽ سنڌ ۾ رات جو ريلون هلائڻ بند ڪيون ويون.

پهرين جون 1942ع تي سنڌ ۾ مارشل لا نافذ ڪيو ويو. ان لاءِ اپر سنڌ جو سربراهه ميجر جنرل رچرڊسن کي مقرر ڪيو ويو. هن فورس جا ٻه برگيڊ هئا: (1) حيدرآباد برگيڊ ۽ (2) ڪوهاٽ برگيڊ. ڪوهاٽ برگيڊ جو هيڊڪوارٽر سانگهڙ ۾ رکيو ويو. حيدرآباد برگيڊ جو ڪمانڊر برگيڊيئر ليگ لميٽڊ هو. مسٽر ايڇ. ٽي. لئمبرڪ کي مارشل لاءِ ڪمشنر مقرر ڪيو ويو ۽ مسٽر نيگ کي پوليس ڪمشنر مقرر ڪيو ويو. مارشل لا تحت هوائي ۽ پيدل فوج کان سواءِ اٺ ۽ گهوڙي سوار فورس ۾ شامل هئا.

مارشل لا هيٺ سمورين ايراضين سان فوجي قانون لاڳو ڪيو ويو. هر تعلقي ۾ وڌ ۾ وڌ چار ۽ گهٽ ۾ گهٽ ٻه فوجي عدالتون مقرر ڪيون ويون. هر هڪ ڪورٽ ۾ چار فوجي آفيسر جج طور مقرر ڪيا ويا، جن ۾ ٽي ليفٽيننٽ جي عهدي کان وٺي، ميجر جي عهدي وارا آفيسر هئا. هڪ ڪرنل يا ليفٽيننٽ ڪرنل چيف جج جي حيثيت ۾ مٿانئن مقرر هو.

انگريز سرڪار ملٽريءَ جي مدد سان بربريت جو طوفان ٻاري ڏنو. حُرن جا سينا گولين سان پروڻ ڪيا ويا. حُرن لاءِ خاص لوڙها (Concentration Camps) قائم ڪيا ويا. اهي لوڙها جوهي، نوابشاهه، جهول، سنجهوري، ڪپري، سانگهڙ، پٿوري، ميرپورخاص، جروار (ميرپور ماٿيلي) ۽ ٻين ڪيترن شهرن ۾ قائم ڪيا ويا، جتي حُرن کي ٻارن ٻچن سوڌو ٻڪرين ۽ رڍن وانگر واڙيو ويو. صرف ڪپري جي لوڙهي ۾ اڍائي هزار حُر قيد هئا، جتي سوين ٻار، عورتون ۽ پوڙها مرد بُک ۽ اُڃ وگهي مري ويا. پير صاحب جي مريدن کي ڪورٽ مارشل ڪري مارشل لا تحت سزائون ڏنيون ويون. لاتعداد مردن کي هڪ ئي ڏينهن تي ڦاسيءَ جي سزا ڏئي، ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو. مجاهد نعرا هڻندا وڃي ڦاسيءَ تي چڙهندا هئا. سندن جذبهء ايثار کي ڏسي انگريزن کي ڏندين آڱريون اچي ويندڙيون هيون.

انگريز سرڪار جون فوجون سڄيءَ سنڌ ۾ پکڙجي ويون. عورتن سان به شرمناڪ سلوڪ روا رکيو ويو. پير صاحب جي گڙنگ بنگلي کي به بمن سان اُڏايو ويو. بمن هڻڻ کان اڳ ۾ گڙنگ واري بنگلي کي لٽيو ويو. ان مان حاصل ڪيل ملڪيت ڪجهه سرڪار وٽ جمع ڪئي وئي ۽ ڪجهه فوجين پاڻ ۾ ورهائي ڪنئي. سرڪاري انگن اکرن مطابق هڪ وڏو تعداد سون ۽ چانديءَ جي زيورن ۽ سڪن جو، جن جي قيمت اٽڪل ٻه لک هئي، پنجن لکن جا نوٽ، چوئيتاليهه رائفلون ۽ چوڏهن مختلف قسمن جا روالوَر، اهو سڀ سامان ايمپريل بئنڪ حيدرآباد ۾ جمع ڪرايو ويو.

پير صاحب پاڳاري لُٽيل ملڪيت جو انگ هڪ ارب روپيا ٻڌايو هو. 14 جنوري 1943ع تي پير سائين پاڳاري کي هوائي جهاز ۾ حيدرآباد آندو ويو. جهاز ٻولهاڙي ايئرو ڊرم تي لٿو، جيڪو حيدرآباد کان ٽيرهن ميل پري هو. جتان ڪيس ڪار رستي سينٽرل جيل آندو ويو، جيئن پير صاحب تي 'حُر بغاوت' جو مارشل لا هيٺ ڪيس هلايو وڃي. سينٽرل جيل ۾ سخت حفاظتي اُپاءَ ورتا ويا. اڳ ۾ قيد ٿيل حُرن کي ٻين شهرن جي جيلن ڏانهن موڪليو ويو. پوليس ۽ فوج جو وڏو تعداد جيل اندر ۽ ٻاهر بيهاريو ويو. پير صاحب کي ملٽري ٽريبونل آڏو بيهاريو ويو. ڪيس سرڪاري وڪيل ڏنو ويو. اهو ڪيس 26 ڏينهن هليو. مقدمي دوران پير صاحب کي جهڪائڻ لاءِ حڪومت طرفان ڪي ماڻهو

بہ موڪليا ويا تہ جيڪڏهن پير صاحب معافي وٺي، پر پير صاحب جو چوڻ هو تہ ”ستن سمنڊن کان نازل ٿيل سامراجي، جن اسان جي ڌرتيءَ تي قبضو ڪيو آهي ۽ بغير ڪنهن سبب جي گرفتار ڪري غازين، مريدن ۽ غير مريدن جو قتل عام ڪيو، ڪوٽن تي حملا ڪري هر شيءِ لُٽي، بمباري ڪري تباهي مچائي، گهر لُٽيا ۽ ملڪيتون لُٽيون، تن کان ڪهڙي معافي!“

ڪيس هليو، ٽربيونل آخر هيٺيون فيصلو ٻڌايو: ”پير صاحب صبغة الله شاهه کي انگريز بادشاهه سلامت خلاف جنگ جي سازش ڪرڻ سبب ڏوهاري قرار ڏئي ڪيس ڦاسيءَ جو سزاوار قرار ڏجي ٿو.“

20 مارچ 1943ع تي سينٽرل جيل حيدرآباد، سنڌ ۾ هن عظيم انسان کي ڦاسي ڏيئي شهيد ڪيو ويو. پير صاحب جي شهادت کان پوءِ خاص مريدن کي گهرائي سندس آخري ديدار ڪرايو ويو. پر عام مريدن کي پير صاحب جي شهادت جو يقين نہ آيو. سندن گمان ان وقت يقين ۾ اچي ويو جڏهن پير صاحب جي دفن ٿيڻ واري جڳهہ ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائي وئي.

پير صاحب جي گادي سرڪاري طور تي منسوخ ڪئي وئي ۽ سندس درگاهہ سيل ڪئي وئي. سندس ٻن فرزندن، سيد سڪندر علي شاهه (شاهه مردان شاهه ثاني، ستون پير پاڳارو) ۽ سيد نادر علي شاهه کي لنڊن موڪليو ويو، جتي سندن پڙهائيءَ جو انگريزن بندوبست ڪيو. ملڪ مان مئي 1943ع ۾ مارشل لا ڪنئي وئي، پر ’حُر ايڪٽ‘ جاري رهيو. حرن جي زمينن تي قبضا ڪيا ويا. حرن جي ٻارن کي ’حراسڪول‘ جي نالي هڪ اهڙي قيد خاني ۾ بند ڪيو ويو، جتي مٿن هر قسم جا ظلم ڪيا ويا. پوليس کي جتي وڻندو هو مردن توڙي عورتن کي حر قرار ڏئي جيل ۾ وجهي سٽيندا هئا. گرفتار ٿيل ماڻهن ۾ هزارين عورتون ۽ ٻار بہ شامل هئا.

## سنڌ ۾ انگريزراڄ - گورنرَ ۽ ڪمشنر:

هيٺ سنڌ ۾ انگريز سرڪار جي عملدارن جو تفصيل ڏجي ٿو، جنهن ۾ گورنرَ ۽ ڪمشنر شامل آهن:

**(الف) سنڌ جو پهريون گورنر سر چارلس نيپئر:** سر چارلس نيپئر سنڌ جو پهريون انگريز گورنر هو. هن دؤر ۾ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ حيدرآباد مان ڦري ڪراچي مقرر ٿيو. *(وڌيڪ ڏسو: چارلس نيپئر، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)*

چارلس نيپئر 1843ع کان 1847ع تائين سنڌ جو گورنر رهيو. جنهن کانپوءِ (1847ع ۾) سنڌ کي بمبئي پريزيڊنسيءَ سان ملائڻ سبب اتي ڪمشنري نظام قائم ڪيو ويو.

**(ب) سنڌ جا ڪمشنر:**

**مسٽر پرنگل:** 1847ع ۾ سنڌ کي بمبئيءَ سان ملائي پهريون ڪمشنر مسٽر پرنگل کي مقرر ڪيو ويو هو. سندس دؤر ۾ برٽش فوج ۾ سنڌي ۽ بلوچ ريجمينٽ قائم ٿي. هي 1850ع تائين سنڌ جو ڪمشنر رهيو. *(وڌيڪ ڏسو: پرنگل، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٽيون)*

**سر بارٽل فريئر:** مسٽر پرنگل کانپوءِ سربارٽل فريئر سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿيو. سنڌي ٻوليءَ کي هٽي وٺرائڻ ۾ هن جو وڏو ڪردار رهيو. *(وڌيڪ ڏسو: بارٽل فريئر، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد پهريون)*

**جنرل جان جيڪب:** جنرل جان جيڪب سنڌ جو ٽيون حڪمران ڪمشنر مقرر ٿيو. جيڪب آباد شهر سندس نالي سان مشهور آهي. خاص ڪري سنڌي ٻوليءَ جي لپيءَ جي نئين سر ترتيب ۽ سنڌ کي تدريس ۽ دفترن جي زبان بنائڻ، سندس ڪارناما وسارڻ جوڳا نہ آهن. *(وڌيڪ ڏسو: جان جيڪب، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٽيون)*

**انوار ريٽي:** انوار ريٽي 1859ع جي آخر ۾ سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿيو. هن 1860ع ۾ سنڌ ۾ ريل گاڏيءَ کي متعارف ڪرايو. اها ريل (آگ گاڏي) ڌابيجي اسٽيشن تائين هلندي هئي. هن جي دور 1289ھ/ 1862ع ۾ ننگرپارڪر جي راڻن ۽ آس پاس جي جاگيردارن انگريزن خلاف شورش ۽ بغاوت ڪئي، جيڪا ختم ڪرڻ لاءِ ڪمشنر پنهنجي فوج ۽ ننگرپارڪر جي ٺڪرن ۽ زميندارن سان گڏجي، باغين کي گرفتار ڪرائي کين سخت سزائون ڏنائين. ٺڪرن ۽ ٻين جن بہ ماڻهن هن مهم ۾ انگريز سرڪار جي مدد ڪئي، تن کي جاگيرون، زمينون، ترارون ۽ لونگيون وغيره انعام ۾ ڏئي خوش ڪيائين ۽ پوءِ ڪراچي واپس آيو.

انوار ريٽيءَ جي دور ۾ خداداد خان ’مڪران نامو‘ لکيو جيڪو 1862ع ۾ شايع ٿيو. انهيءَ کانپوءِ ڪمشنر ڇهن مهينن جي موڪل تي ولايت (انگلنڊ) هليو ويو.

**مسٽر ايس مينسفيلڊ:** سنڌ جو پنجون ڪمشنر ايس. مينسفيلڊ 1862ع جي آخر ۾ بمبئيءَ کان سنڌ پهتو. سپ کان پهرين تار (ٽيليگراف) جي لائين جي انتظام لاءِ جهاز ذريعي خليج فارس روانو ٿيو. هن سنڌ ۾ ڪيترن ئي آدمخور شينهن جو شڪار ڪيو. شينهن جي شڪار ۾ ڪيس وڏي مهارت حاصل هئي. هن مختلف علائقن مان گهٽي پاڳي سرڪاري ملازمن کي ڪراچيءَ ۾ گهرائي سرڪاري پراڻي رڪارڊ ۽ ڪاغذن کي درست ڪرايو. هن سڄي سنڌ ۾ ڪيترائي تلاءَ پڻ ٺهرايا. هن زميندارن ۽ هارين کان هڪ روپيو لوڪل فنڊ وصول ڪرڻ جو قاعدو جاري ڪيو. سربارٽل فريئر جي سنڌ اچڻ کانپوءِ ولايت (انگلنڊ) هليو ويو.

**مسٽر ايڊي رابرٽس:** سنڌ جو ڇهون ڪمشنر مسٽر ايڊي رابرٽس هو. هي بمبئيءَ کان ڪراچي آيو ۽ سنڌ جي ڪمشنريءَ جا فرض سرانجام ڏيڻ لڳو. سندس اسسٽنٽ مسٽر جان مور هو. واضح هجي تہ ايس. مينسفيلڊ جي موڪل تي وڃڻ کانپوءِ مسٽر ايڊي رابرٽس کي ڇهہ مهينن لاءِ سنڌ جو ڪمشنر مقرر ڪيو ويو هو. هن سيٺ نائون مل کي انگريزن سان وفاداريءَ سبب فريئر هال ۾ هڪ عاليشان تقريب ۾ تمغو ڏنو ۽ عمرڪوٽ ۾ دربار منعقد ڪري مير شير محمد خان ٽالپر کي ’ستاره هند‘ جو خطاب ۽ تمغو ڏنو.

**مسٽر هيولاڪ:** 1867ع ۾ مسٽر هيولاڪ سنڌ جو ستون ڪمشنر مقرر ٿي آيو. هن جي دؤر ۾ پوليس ڪاتي جون پگهارون وڌايون ويون ۽ پوليس جي عهدن جا اڳ وارا فارسي ٻوليءَ ۾ رائج نالا تبديل ڪري انگريزي

نالا رکيا ويا. سندس ئي دؤر ۾ بمبئيءَ جو گورنر سرفٽزجيرالڊ ۽ بمبئي ڪائونسل جو ميمبر مسٽر مينسفليڊ ڪراچيءَ آيو ۽ اتان حيدرآباد ۾ پڻ آيو. هي 1867ع کان 1868ع تائين سنڌ جو ڪمشنر رهيو.

**سر وليم ميري ويدر:** آفريڪا ۾ برٽش حڪومت قائم ڪرڻ ڪانپوءِ سر وليم ميري ويدر ڪراچيءَ پهتو ۽ 1868ع جي آخر ۾ سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿيو. هي تمام ڪرڙو ۽ جنگجو عملدار هو ۽ ٽالپرن سان مياڻي ۽ دٻيءَ جي جنگ ۾ پڻ وڙهيو هو. ڪيترائي سال جيڪب آباد ۾ وڏي عهدي تي فائز رهيو.

هن سنڌ ۾ اچڻ شرط 'آفيشل گزٽ' جاري ڪئي. ان کان سواءِ سڄي سنڌ ۾ خصوصاً روهڙي ۽ سکر واري بندن تي ٻيڙيون ختم ڪري جهاز مقرر ڪيائين. ريگستان واري علائقي ۾ نوان واهه کوٽايائين. ميري ويدر سنڌي ثقافت جي نمائش ڪرائي، جيڪا هڪ هفتي تائين جاري رهي، ان ڪانسواءِ هن ميان خدا داد خان کي حڪم ڪيو ته هو سنڌ جي قديم مسجدن، مندرن، مقبرن، عمارتن، شهرن ۽ عجائبات وغيره جي مختصر تاريخ لکي، جنهن ڪانپوءِ هن خداداد خان جي لکيل تاريخ جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري ڪتاب شايع ڪرايو.

سر ميري ويدر قبائلي علائقن جي بلوچن لاءِ جرڳي جا ڪجهه قاعدا تيار ڪري سرڪار کان منظور ڪرايا. آخرڪار 1877ع ۾ ڪيس انگلنڊ جي پارليامينٽ جو ميمبر مقرر ڪيو ويو ۽ هي ڪراچي کان بمبئي ۽ پوءِ انگلنڊ روانو ٿي ويو. ڪراچي شهر ۾ ميري ويدر ٽاور ۽ ميري ويدر گارڊن سندس يادگار آهن.

**ايف. ڊي ميلول:** ايف. ڊي ميلول، ميري ويدر جي وڃڻ ڪانپوءِ 1877ع ۾ ايڪٽنگ ڪمشنر مقرر ٿيو. ميلول ان کان اڳ ۾ سنڌ جو جڊيشل ڪمشنر ۽ سنڌ جي چيف ڪورٽ جو جج هو. هن عدالتي سرشتي کي بهتر بڻايو.

**ايڇ. اين. بي ارسڪين:** ايڇ. اين. بي ارسڪين 1879ع ۾ سنڌ ۾ اچي ڪمشنريءَ جو عهدو سنڀاليو. ان کان اڳ ۾ هي سنڌ جي اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر جي عهدي تي پڻ رهي چڪو هو. جاگيرن ۽ عطا ڪيل زمينن بابت قاعدا ۽ قانون جاري ڪيا. سندس ئي دؤر ۾ سنڌ مدرسة الاسلام ۽ ڏيارام ڄيٺانند (ڊي. جي) ڪاليج منظور ٿيا. هي 1887ع تائين سنڌ جو ڪمشنر رهيو.

**سر چارلس پرچرڊ:** سر چارلس پرچرڊ 1888ع جي شروع ۾ بمبئيءَ کان ڪراچي آيو ۽ سنڌ جي ڪمشنر جي عهدي تي فائز ٿيو هن جي ئي دؤر ۾ سنڌ مدرسة الاسلام ۽ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج جي عمارتن جو سنگ بنياد گورنر جنرل لارڊ ڊفرن بمبئيءَ مان اچي رکيو هن سکر ۾ درياهه تي هڪ پل 1887ع ۾ ٺهرائڻ وارو ٺهراءُ بمبئي سرڪار کان منظور ڪرايو. اها پل تعمير ٿيڻ ڪانپوءِ 'لئنسڊائون پل' جي نالي سان مشهور ٿي. پل تي لينسڊائون جو نالو انهيءَ ڪري پيو جو ان وقت گورنر جنرل لينسڊائون هو هيءَ پل يورپ کان آيل انجنيئرن ٺاهي، جنهن تي ان وقت چاليهه لک روپيا خرچ ٿيا.

**مسٽر ٽربور:** مسٽر ٽربور 1304هه/ 1887ع جي وچ ڌاري سنڌ جي ڪمشنر جو عهدو سنڀاليو. هن سرڪاري معاملن کي سهڻي نموني نڀايو. هي سنڌ ۾ مختصر عرصو رهيو. هن پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ جيڪب آباد ۽ لاڙڪاڻي جي بلوچ جاگيردارن کي جاگيرن جون سندون عطا ڪيون. ان کان پوءِ ٽربور کي ڪلڪتي ڪائونسل جو ميمبر مقرر ڪيو ويو جنهن سبب هي 1888ع ۾ ڪلڪتي هليو ويو. هن پنهنجي دور ۾ حڪومتي نظام تمام سهڻي نموني هلايو.

**ايڇ. اي. ايم جيمس:** مسٽر ٽربور جي وڃڻ ڪانپوءِ 1307هه/1889ع جي شروع ۾ بمبئيءَ کان ايڇ. اي. ايم جيمس ڪراچيءَ آيو ۽ سنڌ جي ڪمشنريءَ جو عهدو سنڀاليائين. هي ڪمشنر ٿيڻ کان اڳ ۾ سنڌ جي جدا جدا ضلعن ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ سنڌ جو اسسٽنٽ ڪمشنر پڻ رهيو. سندس دؤر ۾ راڻي وڪٽوريا ۽ هند جي قيصره طرفان هزهائينس مير علي مراد خان (واليءَ خيرپور رياست) کي سندس انگريزن سان وفاداري ۽ پنجاهه سالن جي خدمت گذاريءَ عيوض 1891ع ۾ سي. آءِ. اي (گرائنڊ نائيٽ آف ڪراس آف دي انڊين امپرر) جو خطاب، ٻن هزار روپين جي روڪ انعام سان گڏ عطا ٿيو. جنهنڪري بمبئيءَ جو گورنر لارڊ هيرس ڪراچيءَ ۽ پوءِ شڪارپور آيو. هن جي دؤر ۾ ئي گدوبندر (حيدرآباد) کان شادي پلي (عمرڪوٽ جي ويجهو) تائين ريل گاڏيءَ جو افتتاح ٿيو. هن حيدرآباد جي اوڀر طرف ريگستان جي علائقي ۾ 'جمڙائو' نالي نئون واهه کوٽايو. هن جي دؤر ۾ ئي 92-1893ع ۾ انگريز حڪومت کي پنجاهه سال مڪمل ٿيا، جنهنڪري هڪ وڏو جشن منعقد ڪيو ويو.

**سر چارلس اوليونٽ:** هي 1895ع ۾ سنڌ جي ڪمشنر جي عهدي تي فائز ٿيو. هن کان اڳ ۾ سنڌ جي اسسٽنٽ ڪمشنر جي عهدي تي پڻ رهي چڪو هو. سندس ئي دؤر ۾ جيڪب آباد جي پوليس عملدار مسٽر بينٽن عيسائي مذهب ترڪ ڪري اسلام قبوليو هو. جنهن بعد مسٽر بينٽن جي سنڌ مان بدلي ڪري کيس دکن موڪليو ويو. 1895ع ۾ حُرن، ڪپري، سانگهڙ ۽ شهدادپور ۾ انگريزن خلاف تحريڪ شروع ڪئي، جنهن ڪانپوءِ انگريز سرڪار حڪمت عملي شروع ڪئي ۽ پير علي گوهر شاهه ۽ ٻين کان مدد ورتي. نتيجي ۾ اڪثر حر تحريڪ جا ڪارڪن گرفتار ٿيا، ڪي مارجي ويا ۽ ڪن کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو. هن برٽش سرڪار کان سنڌو نديءَ تي ڪوٽڙيءَ وٽ پل تعمير ڪرڻ جي منظوري ورتي.

**ايڇ. اي. ايم جيمس:** 1314هه/1896ع ۾ مسٽر جيمس موڪل تان موٽڻ بعد ٻيو ڀيرو سنڌ جي ڪمشنر جون ذميداريون سنڀاليون. سندس دؤر ۾ حرن ٻيهر بغاوت ڪئي، انهيءَ بغاوت جو سرواڻ بچو بادشاهه هو. اصل ۾ بچوءَ واري تحريڪ ۾ ڪل ٻارهن ڄڻا هئا، جيڪي 'ڀھروٽيا' مشهور ٿيا، جن مان ائن جا نالا ملي سگهيا آهن، جيڪي هن ريت آهن: (1) بچو خاصخيلي، جنهن جو لقب 'بادشاهه' هو. (2) پير بخش وساڻ عرف 'پيرو وزير'، (3) گلو موچي، (4) ٽڳيو چانگ، (5) پلو ڳاهو (6) خميسو وساڻ، (7) فتلو قاضي، (8) قلان ڪاسائي.

هن تحريڪ جي آخر ۾ بچو بادشاهه گرفتار ٿيو. جنهن ڪانپوءِ ڪمشنر پير علي گوهر شاهه کي 'شمس العماء' جو لقب ڏنو. ان نموني حرن جي تحريڪ کي ڪجهه وقت لاءِ ڪمزور ڪيو ويو.

**مسٽر ونگيٽ:** 1314هه/1897ع جي آخر ۾ بمبئيءَ کان مسٽر ونگيٽ اچي سنڌ جو ڪمشنر بڻيو. هن دؤر ۾ سنڌ ۾ پليگ ۽ ڪالرا جهڙيون بيماريون وبا طور پکڙجي ويون. جيڪي گهڻو ڪري ڪراچي، ٺٽي، حيدرآباد، ڪوٽڙي، سکر ۽ شڪارپور جي شهرن ۾ عام جام ٿيون. سڄيءَ سنڌ ۾ پنج هزار ماڻهو انهن بيماري جي ڪري مري ويا. پر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 'لب تاريخ سنڌ' جي فُٽ نوٽ ۾ لکيو آهي ته، "هن بيماريءَ وگهي ٻن لکن کان وڌيڪ ماڻهو مري ويا." ان دوران مسٽر ونگيٽ کي سندس خدمتن عيوض بمبئيءَ جي وزارت عظميٰ (چيف سيڪريٽري) جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو. جنهن ڪانپوءِ هي 1897ع ۾ بمبئيءَ ڏانهن روانو ٿيو.

**ايڇ. اي. ايم جيمس:** سن 1898ع ۾ ايڇ. اي. ايم جيمس سنڌ جو ٽيون پيرو ڪمشنر ٿيو. انهيءَ سال بمبئيءَ جو گورنر لارڊ سينڊهرسٽ سنڌ ۾ آيو ۽ مير فيض محمد خان ٽالپر کي 'جي. سي. آءِ. اي' جو خطاب ۽ تمغو ڏنائين. 1895ع ۾ ٿي مسٽر جيمس کي 'اسٽار آف انڊيا' جو لقب مليو. جنهن ڪانپوءِ هي ڪلڪتي هليو ويو.

**مسٽر آر. جائيلس (وقتي ڪمشنر):** مسٽر جيمس ڪلڪتي ويندي ڪمشنريءَ جي چارج ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر آر. جائيلس کي ڏني. مسٽر آر. جائيلس سنڌ جي اڪثر ضلعن ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر، ڪليڪٽر ۽ ڪمشنر رهي چڪو هو. انهيءَ ڪري نهايت سهڻي نموني سان حڪومت جو ڪاروبار هلايائين. هن جي دؤر ۾ 1898ع ۾ پليگ جي بيماريءَ جي وبا ڪراچيءَ ۾ ڦهلجي وئي ۽ ان وبا ۾ هزارين ماڻهو مري ويا. انهيءَ حال ۾ هن هڪدم اهڙا اپاءَ ورتا، جو ڪراچيءَ ڪانسواءِ سڄيءَ سنڌ ۾ پوءِ ڪٿي به ڪوجاني نقصان نه ٿيو.

**مسٽر جيمس:** سن 1898ع جي آخر ۾ آنريبل جيمس، ڪلڪتي کان ڪراچيءَ پهچي، چوٿون پيرو ڪمشنر جو عهدو سنڀاليو ۽ تمام سهڻي نموني حڪومتي ڪاروبار هلايائين. هن پنهنجي دؤر ۾ خانبهادر خداداد خان کي 45 سالن تائين ايمانداريءَ سان انگريزن سان وفاداري ۽ بهترين ڪارڪردگيءَ جي عيوض ٽي سؤ ايڪڙ زمين ۽ هڪ سوني تلوار عطا ڪئي. مسٽر جيمس 1900ع ۾ واپس هليو ويو.

**مسٽر رابرٽ گاس:** رابرٽ 1900ع جي آخر ۾ ڪلڪتي مان اچي سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿيو. سندس دؤر ۾ شڪارپور ضلعي کي ٽوڙي به نوان ضلعا سکر ۽ لاڙڪاڻو ناهيا ويا. هن سلي نموني سنڌ جو حڪومتي نظام هلايو ۽ آخر 1902ع ۾ ولايت هليو ويو.

**مسٽر اي ڪومائن:** مسٽر اي ڪومائن 1902ع ۾ سنڌ جي ڪمشنر جو عهدو سنڀاليو. هن جي دؤر ۾ ڪجهه انگريز آفيسرن هندستان جي وائسراءِ لارڊ ڪرزن آڏو اها راءِ پيش ڪئي ته سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪري پنجاب سان ملايو وڃي، پر هندستان جي وائسراءِ ڪرزن انهيءَ راءِ کي رد ڪري ڇڏيو هي 1903ع تائين سنڌ جو ڪمشنر رهيو.

**مسٽر ايڇ. سي ميوس:** هي 1903ع کان 1904ع تائين سنڌ جو ڪمشنر رهيو.

**مسٽر جي. ڊي ڊبليو مور ميڪنزي:** هي 1904ع کان 1905ع تائين سنڌ جو ڪمشنر رهيو.

**مسٽر ڊبليو ٽي ماريس:** هي 1905ع ۾ 7 مهينن لاءِ سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿيو.

**مسٽر اي. ڊي سبند:** هي 1905ع جي آخر ۾ سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿيو. هن جي دؤر کان ئي سنڌ کي بمبئي پريزيڊنسيءَ کان ڌار ڪري، جدا صوبو ٺاهڻ جي تحريڪ شروع ٿي. 1913ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڪانگريس جو پهرين اجلاس ٿيو. جنهن ڪانپوءِ سنڌ کي جدا صوبو ٺاهڻ جون ڪوششون شروع ٿيون.

**مسٽر ڊبليو اي ليوڪس:** هي 1913ع ۾ سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿيو هن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ 'ريشمي رومال تحريڪ' شروع ٿي. هي 1916ع ۾ واپس هليو ويو هن جو دؤر سنڌ ۾ خوشحاليءَ جي حوالي سان بهترين دؤر ليکيو ويو آهي.

**مسٽر ايڇ. ايس لارينس:** سن 1916ع جي آخر ۾ ايڇ. ايس. لارينس سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿيو. سندس دؤر ۾ سنڌ ۾ 1919ع ۾ ريڊ ڪراس قائم ٿي ۽ 1920ع ۾ خلافت ڪانفرنس جو پهريون جلسو لاڙڪاڻي ۾ ٿيو. ان ڪانپوءِ هي سنڌ مان هليو ويو.

**مسٽر جي. ايل ريو:** جي. ايل. ريو 1920ع جي آخر ۾ سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿيو. سندس ڪمشنريءَ واري دؤر ۾ ڪراچيءَ ۾ خلافت ڪانفرنس جو اجلاس ٿيو. جنهن ۾ 'ترڪ موالات تحريڪ' جي حمايت ۾ قرارداد منظور ٿي. هي 1925ع تائين سنڌ جو ڪمشنر رهيو. سندس دؤر کي خوشحال دؤر ليکيو وڃي ٿو.

**مسٽر پي. آر ڪيڊيل:** پي. آر. ڪيڊيل 1925ع جي آخر ۾ سنڌ ۾ ڪمشنر مقرر ٿي آيو. هن جي دؤر ۾ آل انڊيا مسلم ليگ اها گهُر ڪئي ته سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ڪري صوبي جو درجو ڏنو وڃي. هي 1926ع ۾ واپس ولايت هليو ويو.

**مسٽر ڊبليو ايف هڊسن:** هي 1926ع ۾ سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿي آيو. هن دؤر ۾ سنڌ کي بمبئي پرڳڻي کان ڌار ڪرڻ واري تحريڪ زور وٺندي وئي. اهو لقاءَ ڏسي قائد اعظم محمد علي جناح انگريز سرڪار تي زور وڌو ته سنڌ کي جلد کان جلد بمبئيءَ کان ڌار ڪري صوبي جو درجو ڏنو وڃي.

**مسٽر جي. اي ٿامس:** جي. اي ٿامس 1926ع ۾ سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿي آيو هن جي دؤر ۾ پڻ بمبئيءَ کان سنڌ کي ڌار ڪرڻ واري تحريڪ جاري هئي، ان ڪانسواءِ هن جي دؤر ۾ سکر بئراج وارو منصوبو پورو ٿيو. جنهنڪري سنڌ جي معاشي حالت بهتر ٿي وئي. هي 1934ع تائين سنڌ جو ڪمشنر رهيو.

انگريزراج دوران پارٽين تنظيم ۽ تحريڪن جو احوال

**مسٽر آر. اي گبسن:** 1934ع جي وچ ڌاري هي سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿي آيو. سندس دؤر ۾ سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ڪرڻ جي تحريڪ وڏي زور شور سان جاري هئي. آل انڊيا مسلم ليگ جي مسلسل جدوجهد جي نتيجي ۾ پهرين اپريل 1936ع تي سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ڪري صوبي جو درجو ڏنو ويو. جنهن ڪانپوءِ گورنر جو عهدو بحال ٿيو.

**(ب) گورنر:**

بمبئيءَ کان سنڌ جي ڌار صوبي طور آزاديءَ ڪانپوءِ سنڌ ۾ هيٺيان گورنر مقرر ٿيا:

**سر لينسلاٽ گراهم:** سنڌ کي ڌار صوبي جي حيثيت ملڻ ڪانپوءِ 1936ع ۾ ڪمشنري نظام جو خاتمو اچي ويو ۽ سنڌ جو پهريون گورنر سر لينسلاٽ گراهم کي مقرر ڪيو ويو. جنهن پنج سال اهو عهدو سنڀاليو ۽ سن 1941ع ۾ فارغ ٿيو.

**سر ايچ. ڊائو:** سن 1941ع ۾ 'سر هيو ڊائو' کي سنڌ صوبي جو گورنر مقرر ڪيو ويو. جيڪو 1946ع تائين رهيو. هن پنهنجي دور ۾ ڪراچيءَ ۾ ڊائو ميڊيڪل ڪاليج جي پيڙهه جو پٿر رکيو. جيڪو هن وقت 'ڊائو يونيورسٽي آف هيلٿ سائنسز' جي نالي سان مشهور آهي.

**فرانسز موڊي:** سن 1946ع ۾ فرانسز موڊيءَ کي سنڌ جو گورنر بنايو ويو. جيڪو 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ تائين ان عهدي تي فائز رهيو. هن لاءِ چيو وڃي ٿو ته هي پاڪستان تحريڪ جو حامي هو.

## انگريز راج دوران سنڌ ۾ قائم سياسي پارٽين، تنظيمن ۽ تحريڪن جو مختصر احوال

انگريز دور ۾ سنڌ اندر جيڪي سياسي پارٽيون، تحريڪون ۽ تنظيمون سرگرم رهيون، تن جو مختصر ذڪر هيٺ ڏجي ٿو. انهن جماعتن ۾ انگريز سامراج خلاف جدوجهد ڪندڙ جماعتون ۽ انگريز راج جون حامي جماعتون شامل آهن.

**1. اپر سنڌ زميندار ائسوسيئشن:** هيءَ جماعت سنڌ جي مٿئين طبقي ۾ موجود اختلافن جي بنياد تي قائم ٿي. هن ائسوسيئشن جي قيادت لاڙڪاڻي جي زميندارن جي هٿ ۾ هئي. هن جماعت جا خاص مقصد هئا، پنهنجي تر جي مٿئين طبقي/ زميندارن جي مفادن جي حفاظت ڪرڻ ۽ 'لوئر سنڌ زميندار ائسوسيئشن' جي مخالفت ڪرڻ.

**2. امن سڀا:** 1919ع ۾ 'خلافت تحريڪ' جي ابتدا فرنگي سرڪار خلاف رڻ ڀاري ڏنو ان کي منهن ڏيڻ لاءِ انگريز جي سرڪار پنهنجي لٽ ۽ چٽ واري پاليسي ۽ زور هيٺ ملڪ ۾ 'امن سڀائون' قائم ڪرايون. جن سڀائن کي سنڌ جي وڏيرن، پيرن ۽ آفيسرن گڏجي ڪامياب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هي جماعتون سنڌ جي گهڻ شهرن ۾ ٺاهيون ويون ۽ اهي اڪثر انگريز راج جي مضبوطيءَ ۽ سلامتيءَ لاءِ ڪم ڪنديون رهيون.

**3. انڊين نيشنل ليگ:** هيءَ جماعت اصل ۾ ان زماني جي مشهور ٿياسافسٽ ڊاڪٽر آرنڊولڊ 8 فيبروري 1935ع تي مدراس ۾ قائم ڪئي هئي. ليگ جا خاص مقصد هي هئا ته برطانيا جي نظرداريءَ هيٺ سوراج حاصل ڪري هندوستان لاءِ اهڙي قسم جو آئين حاصل ڪيو وڃي، جنهن ۾ ان جي خودمختياري بحال هجي. سنڌ ۾ وري 24 مارچ 1935ع تي انهيءَ جي شاخ قائم ڪئي وئي، ڪراچيءَ کي ان جو مرڪز بڻايو ويو. ليگ جي پهرين وقتي ڪاميٽيءَ جو صدر درگداس بي. آڏواڻي، نائب صدر ڪيولرام ڏيارام ۽ جي ايم سيد ۽ ٻيا شامل هئا.

**4. اينٽي سيپريشن ڪميٽي:** هيءَ ڪميٽي سنڌ کي بمبئيءَ کان الڳ نه ڪرڻ لاءِ 1932ع ۾ ٺاهي وئي هئي. ڪميٽيءَ جي سرگرم ڪارڪنن مان ديوان بهادر مرلي ڌر، مسٽر لالچند نولراءِ ۽ پروفيسر ايس. پي چبلاڻيءَ جا نالا ذڪر ڪرڻ لائق آهن. سنڌ ۾ هن ڪميٽيءَ جا مکيه ٻه دفتر هوندا هئا: هڪڙو ڪراچيءَ ۽ ٻيو حيدرآباد. هن ڪميٽيءَ لنڊن ۾ پنهنجا انگريز مبلغ به مقرر ڪيا هئا. هن ڪميٽيءَ جو خيال هو ته سنڌ بمبئيءَ کان ڌار ٿي ته اڪثريتي صوبي پنجاب جي غلام ٿي ويندي.

**5. اينٽي نان ڪو آپريشن سوسائٽي:** هي سوسائٽي اپريل 1921ع ۾ حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جي سابق پريزيڊنٽ ٺاڪرداس کيمچند جي ڪوشش سان قائم ٿي. سوسائٽيءَ جو مکيه مقصد بنهه 'امن سڀا' جهڙو هو. هن سوسائٽيءَ جو پهريون صدر ديوان ليلارام سنگهه وطن مل ۽ سيڪريٽري ٺاڪرداس کيمچند، ڪاروباري ڪميٽي: ديوان حشمت راءِ (چيئرمين)، مرزا قليچ بيگ، محمد احسان، مکي هرڪشن داس، لوڪو مل گوبند بخش، جيسنگهه نارائڻ سنگهه، گوپال داس، علي اڪبر بار ايٽ لاءِ ۽ مسٽر غني بار ايٽ لا هئا.

**6. برٽش امپائر ليگ:** هيءَ جماعت فرنگي سرڪار جي خيرخواهن جي هڪ آڳاٽي جماعت هئي، جنهن جي سنڌ ۾ پهرين شاخ 5 مارچ 1906ع تي قائم ڪئي وئي هئي. سنڌ جو ڪمشنر هن جماعت جو صدر هوندو هو ۽ سنڌ جي هندن، مسلمانن، پارسين ۽ ڪرستانن جا اهي ماڻهو جيڪي سرڪار سان وابسته هوندا هئا، سي هن جماعت جا ميمبر ٿيندا هئا. 1906ع ۾ هن جماعت جا جملي 85 ميمبر هئا. غير سرڪاري ماڻهن مان پروفيسر شهاڻي، ٽيڪچند اوڌو داس، غلام علي چاڳلا، نادر شاهه ڊنشا ۽ يوسف علي علي پائي، هن جماعت جا سرگرم ڪارڪن ٿي رهيا.

**7. خاڪسار تحريڪ:** سنڌ ۾ خاڪسار تحريڪ کي متعارف ڪرائڻ وارو هو حيدرآباد جو وڪيل نصير محمد. ان ڪانپوءِ ڊاڪٽر قاضي محمد اڪبر هن تحريڪ کي مقبول بڻايو پير الاهي بخش جي ڪوشش سان هن جماعت جون لاڙڪاڻي ۽ جيڪب آباد ۾ شاخون قائم ٿيون. ڪراچيءَ ۾ وري قاضي عبدالرسول وڪيل ۽ سيد حضرت شاهه ان کي اتي مقبول بڻايو.

**8. دي نئشنل سروس ليگ:** هيءَ جماعت، مسلم ليگ، خلافت تحريڪ ۽ انڊين نيشنل ڪانگريس جي گڏيل نافرمانيءَ واري تحريڪ کي ٻنجي ڏيڻ لاءِ 1921ع ۾ ٺاهي وئي. ٺاڪرداس کيمچند هن جماعت جو روح روان هو.

**9. ستياگره سڀا:** 'رولٽ ائڪٽ' لاڳو ٿيڻ کان پوءِ عوام سان جيڪي آزار ٿيڻ لڳا، تن کي اڳيان رکي، سنڌ جي سياستدانن، اپريل 1919ع ۾ هيءَ سڀا قائم ڪئي. جماعت جو صدر دفتر ڪراچيءَ ۾ هوندو هو.

**10. سنڌ آزاد پارٽي:** 10 سيپٽيمبر 1935ع تي ڪراچيءَ ۾ 'خلافت ڪميٽي'، 'جمعيت العلماءِ سنڌ' ۽ 'سنڌ هاري ڪميٽيءَ' جي گڏيل اجلاس ۾ هيءَ جماعت قائم ڪئي وئي، جنهن جو پهريون عارضي صدر شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي بڻايو ويو ۽ پير الاهي بخش، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، رئيس علي محمد مري ۽ رئيس علي محمد ڪيڙي تي مشتمل هڪ ورڪنگ ڪميٽي تشڪيل ڏني وئي. هن پارٽيءَ سنڌ جي پهرين چونڊن ۾ ٽي سيٽون حاصل ڪيون. پارٽي اڳتي هلي مسلم ليگ ۾ ضم ٿي وئي.

**11. سنڌ آزاد ڪانفرنس:** هيءَ پارٽي 15 نومبر 1932ع تي حيدرآباد ۾ سڏايل 'ٻي سنڌ آزاد ڪانفرنس' جي موقعي تي ٺاهي وئي. هن پارٽيءَ جو مقصد هو ته سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ واري مطالبي کي مقبول عام بڻايو وڃي. پارٽيءَ جو پهريون صدر سر شاهنواز خان ڀٽو، نائب صدر خانبهادر محمد ايوب کهڙو ۽ سيڪريٽري ميران محمد شاهه بڻيو.

**12. سنڌ اسيمبلي ڪوئيليشن پارٽي:** سنڌ ليجليسٽيو اسيمبليءَ جي قائم ٿيڻ سان جيڪي پارٽيون چونڊجي آيون، جن مان هڪڙيون نج سنڌ جي ماحول ۽ تقاضائن مطابق ٺهيون هيون ۽ ٻيون اهي جماعتون هيون، جن جا مرڪز سنڌ کان ٻاهر هئا. ان ڪري سنڌ اسيمبلي متضاد مفادن جي بچائڻ جو اڏو بڻجي وئي. انهيءَ رساڪشيءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ ضروري هو ته چونڊجي آيل مختلف پارٽيون ڪن مشترڪ مفادن ۽ اصولن تي متحد ٿين. هيءَ جماعت انهن ڪوششن جي نتيجي ۾ قائم ٿي.

**13. سنڌ پروگريسو پارٽي:** هيءَ پارٽي 1935ع ۾ درگداس بي. آڏواڻيءَ قائم ڪئي هئي. پارٽيءَ جو بنياد غيرفرقيوارانه حڪمت عمليءَ تي رکيو ويو ۽ ان جي آئين مطابق سنڌ جو ڪو به ماڻهو، جيڪو ترقي پسند خيالن جو هجي، ذات پات، رنگ، نسل ۽ دين ڌرم جي فرق کان سواءِ هن پارٽيءَ جو ميمبر ٿي سگهي ٿو. پارٽيءَ کي ابتدا کان وٺي مخالفت جو وڏو بار کڻڻو پيو.

**14. سنڌ پوليٽيڪل ڪلب:** سنڌ کي بمبئيءَ کان الڳ ڪرڻ تائين هتان جا اڳواڻ ۽ عالم، وقت جي حالتن ۾ رنگ، نسل، دين ڌرم ۽ ذات پات جو رنگ چاڙهي چڪا هئا. انهيءَ ڪري اها وقت جي تقاضا هئي ته اختلافن کي ڪنهن حد تائين گهٽائڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي. 'سنڌ پوليٽيڪل ڪلب' انهيءَ پس منظر ۾، مئي 1936ع ۾ قائم ٿي. هن ڪلب جا ميمبر مختلف سياسي پارٽين جا ميمبر هوندا هئا. ڪجهه وقت اڳتي هلي ڪانگريس هن ڪلب مان نڪري وئي. ڪلب جي پهرين ميمبرن مان درگداس بي آڏواڻي، سر غلام حسين هدايت الله، جي ايم سيد، محمد هاشم گزدر، ڊاڪٽر پوپٽ لال، خانچند گوپال داس، ڊاڪٽر پرمانند آهوجا، حاتم علوي، هردا لال، يوسف هارون ۽ ٺڏاڻيءَ جا نالا ذڪر ڪرڻ لائق آهن.

**15. سنڌ پيپلز پارٽي:** هيءَ پارٽي 1933ع ۾ سر شاهنواز ڀٽي جي صدارت ۾ ٺهي. پارٽيءَ جو پهريون صدر حاتم علوي هو. ان جي مکيه ميمبرن ۾ جي. ايم. سيد، سيد غلام نبي شاهه، محمد علي شاهه، حاجي مولا بخش سومرو، خانبهادر الله بخش سومرو، نبي بخش خان ڀٽو ۽ سيد ميران محمد شاهه اچي وڃن ٿا.

**16. سنڌ پيپلز ڪانگريس ڪميٽي:** هن پارٽيءَ جو باني ڪراچيءَ جو مشهور ڪانگريسي اڳواڻ سوامي گووند آنند هو. هن صاحب جو جڏهن ڪانگريس سان اختلاف ٿيا ته نومبر 1936ع ۾ هيءَ جماعت ٺاهيائين.

**17. سنڌ زميندارز ائسوسيئيشن:** هيءَ جماعت اپريل 1921ع ۾ سڏايل سنڌ جي زميندارن جي هڪ ڪانفرنس جي فيصلي جي روشنيءَ ۾ ٺاهي وئي. ائسوسيئيشن جو پهريون صدر رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي ٿيو. جنهن جو برصغير جي تاريخ ۾ وڏو ڪردار آهي ۽ کيس 'رئيس الاحرار' سڏيو وڃي ٿو.

**18. سنڌ زميندارز ائسوسيئيشن، ٺٽوو:** هيءَ سنڌ جي قديم جماعتن مان هڪ هئي، جيڪا سرهندي پيرن جي ڪوشش سان قائم ٿي. جماعت سياسي نقطه نگاهه کان مرحوم رئيس غلام محمد ڀرڳڙيءَ جي اثر هيٺ هوندي هئي.

**19. سنڌ ساگر پارٽي:** جلاوطنيءَ جي خاتمي کانپوءِ مولانا عبيدالله سنڌي سنڌ ۾ آيو ته هن 1939ع ۾ 'جمنا نربدا سنڌ ساگر پارٽي' ٺاهي. هيءَ پارٽي هندستان کي مذهب جي بنياد تي ورهائڻ بدران ٻوليءَ جي بنيادن تي اڪائين تي مشتمل رياستن جي بنياد تي تقسيم ڪرڻ جي حق ۾ هئي.

**20. سنڌ سڀا:** هيءَ سنڌ جي پهرين سياسي ۽ سماجي جماعت هئي، جيڪا غير فرقيوارانه بنيادن تي 1882ع ۾ قائم ٿي. هن جماعت جو پهريون صدر سيٺ آتمارام پوڃواڻي ٿيو. ديوان ڏيارام ڄيٺمل ۽ ديوان ڏيارام گدو مل هن جماعت جا روح روان هئا.

هن جماعت جي قيام واري سال ئي لارڊ رپن ڏيهي ماڻهن کي مڪاني خودمختياريون وڏائي ڏيڻ جو خيال ڪيو ۽ ميونسپل توڙي لوڪلبورڊن جي چونڊن جو سرشتو عمل ۾ آڻڻ جو بل تيار ڪرايو. 'سنڌ سڀا' هندستان جي انهيءَ آئين ۽ عمل ۾ اهم پارٽ ادا ڪيو ۽ پوءِ پاڻ کي ايترو ته منظم ڪيو، جو سنڌ ۾ ميونسپالٽين جون چونڊون ٿيون ته انهن ۾ اڪثريت هن پارٽيءَ کي ئي نصيب ٿي.

1884ع ۾ لارڊ رپن کي سپاسنامو ڏيڻ واري سوال تي حسن علي آفنديءَ، جو ان وقت جماعت جو نائب صدر هو، استعيفا ڏئي ڇڏي ۽ پوءِ آهستي آهستي هيءَ پارٽي اختلافن جو شڪار ٿي وئي.

**21. سنڌ سوراج سوسائٽي:** هيءَ سوسائٽي، جون 1921ع ۾ قائم ڪئي وئي ته جيئن هڪ طرف ڏڦيڙي سياست کي ٽوڙو ڪري سگهجي ۽ ٻئي طرف وقت جي سرڪار جي ڪوڙن ڪرتوتن جا وڪا پڌرا ڪري عوام کي باخبر ڪجي. سوسائٽيءَ جو صدر دفتر حيدرآباد ۾ هوندو هو. ان جو پهريون صدر رئيس غلام محمد ڀرڳڙي، نائب صدر گوپال داس جهمٽمل، سيڪريٽري سنتداس منگهارام، چوٿمل ٺڏاڻي ۽ ڪاروباري

ڪميٽيءَ ۾ کيمچند امرت راءِ، جيٺمل پرسرام، ڀيلاج راءِ، گنگارام، ڪرمچند گرمکداس، هيرانند سنتوک رام، جمشيد مهتا ۽ ڊاڪٽر بولچند شامل هئا.

22. **سنڌ سوشلسٽ پارٽي:** هيءَ پارٽي 1936ع ۾ نارائڻداس آنند جي، ٻيچر جي قيادت ۾ ٺهي. هن جماعت سنڌ اسيمبليءَ جي پهرين چونڊن ۾ ڪانگريس سان الحاق ڪيو هو.

23. **سنڌ ليبر پارٽي:** هيءَ پارٽي جون 1936ع ۾ ڪراچي ۾ قائم ٿي. ڊاڪٽر تاراچند هن جماعت جو پهريون صدر ۽ اي. ايم خان ۽ عبدالرحمان انهيءَ جا پهريان سيڪريٽري ٿيا. هيءَ جماعت ان ڪري قائم ڪئي وئي ته جيئن سنڌ جي جاگيردارانه نظام جو خاتمو آندو وڃي ۽ بئراجي زمينون آسان قسطن تي هارين کي ڏياريون وڃن.

24. **سنڌ ليگ آف پروگريس:** هيءَ جماعت آڪٽوبر 1922ع ۾ ڪراچيءَ ۾ قائم ڪئي وئي. انهيءَ جو پهريون صدر سيٺ هرچندراءِ وشنداس ۽ پهرين ڪاروباري ڪميٽي سي. ايف. ڊي. ابريو جي. برچ، ڏيپچند چاندو مل، ولي محمد حسن علي، اي. ايچ. ماما، جمشيد مهتا، مير ايوب خان، شڪرتن مهتا، اي. ايل. پرائس ۽ روپچند ٻيلارام تي مشتمل هئي. جماعت جو پهريون سيڪريٽري سر مانٽميگو ويب هو. ملڪي سطح تي هيءَ جماعت انهن جماعتن مان هڪ هئي، جن غير فرقيوارانه پاليسي اختيار ڪئي. جماعت جي واڳ جيتوڻيڪ انتهاپسندن جي هٿ ۾ نه هئي، پر ان هوندي به ان جا ميمبر وڏي اثر رسوخ وارا هوندا هئا. جن سنڌ جي مسئلن کي گهٽين ۽ رستن تي حل ڪرائڻ بدران ايوانن ۽ اسيمبلين تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي.

25. **سنڌ مسلم پوليٽيڪل پارٽي:** جڏهن 'سنڌ يونائيٽيڊ پارٽيءَ' ۾ هڪ اڌ ڊپٽي ليڊر جي چونڊ تي اختلاف ٿي پيا ته سر غلام حسين هدايت الله ۽ محمد ايوب کهڙي اُها پارٽي ڇڏي، وڃي هڪ رات ۾ 'سنڌ مسلم پوليٽيڪل پارٽي' ناهي ورتي. پارٽي 31 آڪٽوبر 1936ع تي ناهي وئي هئي. هن پارٽيءَ سنڌ اسيمبليءَ جي پهرين چونڊن ۾ صرف ٽي سيٽون کٽيون هيون، پر وقت جي گورنر اڪثريت حاصل ڪندڙ پارٽين کي نظر انداز ڪري هن پارٽيءَ کي وزارت ناهڻ جي آڇ ڏني. هيءَ پارٽي 21 مارچ 1938ع تائين اقتدار ۾ رهي.

26. **سنڌ مسلم ليگ:** عام طرح چيو ۽ لکيو ويو آهي ته رئيس غلام محمد ڀرڳڙي 1917ع ۾ سنڌ ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي شاخ کولي هئي، پر حقيقت اها نه آهي. اصل ۾ 'سنڌ محمدن ائسوسيئشن'، جيڪا ان وقت سرڪار جي نوازيل جماعت بڻجي چڪي هئي، ان کان ڪيترا آزادي پسند ۽ قومپرست اڳواڻ بيزار ٿي چڪا هئا. انهن مان جند ڇڏائڻ لاءِ 'سنڌ مسلم ليگ' ناهي وئي، جنهن جي نالي مان ئي ظاهر آهي ته هن جماعت جو آل انڊيا مسلم ليگ سان به واسطو ڪو نه هو ۽ اها پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ خودمختيار سياسي جماعت هئي، اهو ئي سبب آهي، جو 1917ع ۾ جڏهن مانٽيگو ۽ لارڊ چيلمسفورڊ هندستان ۾ آئيني سڌارن آڻڻ لاءِ هندستان جي دؤري تي آيا ته 'سنڌ مسلم ليگ' الڳ ۽ خودمختيار حيثيت ۾ انهن اڳيان پنهنجو ميمورنڊم پيش ڪيو.

'سنڌ مسلم ليگ' جو پهريون صدر يوسف علي پائي هو ۽ غلام علي چاڳلا ۽ حاجي عبدالله هارون ان جا سيڪريٽري هئا. انهيءَ زماني ۾ رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي، جان محمد جوڻيجو شيخ عبدالمجيد سنڌي، مولوي تاج محمد، ڊاڪٽر نور محمد، محمد خان، ڊاڪٽر حاجي ۽ سيٺ امين الدين ساڳيءَ طرح ابتدا وانگر ليگ جا قائد رهيا.

1925ع ۾ 'سنڌ مسلم ليگ' کي نئين سر منظم ڪيو ويو. ان وقت سيٺ حاجي عبدالله هارون کي صدر، سيد محمد ڪامل شاهه کي نائب صدر، ڊاڪٽر شيخ نور محمد کي سيڪريٽري ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ کي خزانچي مقرر ڪيو ويو. 1934ع ۾ وري هن جماعت جي قيادت ۽ تنظيم ۾ تبديلي آڻي حاتم علويءَ جي صدارت ۾ ان کي نئين سر منظم ڪيو ويو.

حقيقت ۾ سنڌ ۾ 'آل انڊيا مسلم ليگ' آڪٽوبر 1938ع ۾ سڏايل 'پهرين سنڌ صوبائي مسلم ليگ ڪانفرنس' ڪانپوءِ ئي سنڌ ۾ پير پاتو. انهيءَ کان ستت پوءِ 'مسجد منزل گاهه' واري سياسي حڪمت عملي اختيار ڪئي وئي، جنهن جماعت کي تحريڪ سبب مقبول بڻائي ڇڏيو ۽ قيادت آل انڊيا مسلم ليگ کي ملي وئي. اڳتي هلي سنڌ مسلم ليگ حاجي عبدالله هارون ۽ ان جي وفات بعد جي ايم سيد د ِ ، جنهن اڳتي هلي 1943ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ مان پاڪستان جو ٺهراءُ پاس ڪرايو، جنهن ۾ پاڪستان اندر سنڌ کي خودمختيار رياست جي صورت ملڻي هئي، پر آل انڊيا قيادت ان ۾ ترميم آڻي، سنڌ مسلم ليگ ۽ سنڌ جي خودمختياريءَ کي هڪ ڌڪ سان ختم ڪري ڇڏيو. نتيجي طور جي ايم سيد ڌار ٿي، جدا ليگ ناهي، چونڊن ۾ حصو ورتو.

27. **سنڌ مائنارٽيز ائسوسيئشن:** غير مسلم سنڌ واسين جي هيءَ جماعت 1946ع ۾ قائم ٿي، جنهن جو پهريون صدر ديوان ٽيڪمداس ۽ پهريان نائب صدر هيرالال شرما ۽ راءِ صاحب گوڪلداس هئا. هيءَ جماعت قيام پاڪستان کي ذهن ۾ رکي بڻائي وئي هئي ته جيئن نئين تبديليءَ مطابق ٿورائيءَ وارن سنڌ واسين جي مفادن جو بچاءُ ڪري سگهجي.

28. **سنڌ نئشنلسٽ پارٽي:** هيءَ پارٽي 1935ع ۾ حيدرآباد ۾ ناهي وئي هئي، پارٽي ناهڻ جو مقصد هي هو ته بمبئيءَ کان الڳ ٿيڻ کانپوءِ سنڌ جڏهن صوبائي حيثيت اختيار ڪري ته پوءِ ٿورائي وارن طبقن جي مفادن جو بچاءُ ڪيو وڃي. هن پارٽيءَ جو ڏڳ ئي الڳ هو. پارٽيءَ وارا 'سنڌ هندو سڀا' کي ڪٽر جماعت تسليم ڪندا هئا ۽ پنڊت مالويه جي 'نئشنلسٽ پارٽي' سان به پلاند ملائڻ لاءِ تيار نه هئا. هيءَ جماعت سنڌ جي روشن خيال غير مسلم رهواسين جي پيداوار هئي، وشنداس ڏيارام، مهراج هوندراج، ليلارام حڪومت راءِ، پائي لڌارام ۽ ڊاڪٽر وليرام هن جماعت جا خاص اڳواڻ هئا.

29. **سنڌ هندو زميندار سڀا:** هيءَ سڀا 30 اپريل 1927ع تي قائم ڪئي وئي، جماعت جو پهريون صدر پرنسپال شهاڻي ۽ پهريون سيڪريٽري منوهر داس ڪوڙو مل هو. ان کان سواءِ هن جماعت جي پهرين ’ڪاروباري ڪميٽي‘ هيٺين ماڻهن تي مشتمل هئي، **ڪراچي:** سيٺ سوپراج چيتومل، راءِ بهادر شيوارام ۽ سيٺ هرچندراءِ وشنداس، **حيدرآباد:** مکي جيٺانند، ديوان همت سنگهه، اڌارام شيوڪرام ۽ اڏن مل مينگهراج، **نوابشاهه:** اڌارام چانڊومل، آسنداس ليلارام، سکر: مکي موٽڻ داس، **ٿرپارڪر:** ٺاڪر ونگهراج ۽ سيٺ پرتاب راءِ ۽ **لاڙڪاڻو:** ريجهو مل لاهوري، ڪشنچند واڌو مل ۽ سيٺ گوڪل داس نول داس. هي جماعت سنڌ جي هندو زميندارن جي مفادن جي نگهباني ڪندي هئي.

30. **سنڌ هندو سڀا:** ’سنڌ سڀا‘ جڏهن اختلافن جو شڪار ٿي وئي ۽ سنڌ جي سياست تي مذهبي رنگ چڙهڻ لڳو ته سنڌ جي هندن ’سنڌ هندو سڀا‘ ٺاهي. هن سڀا جون سنڌ جي مکيه شهرن ۽ مرڪزن ۾ شاخون هونديون هيون. هيءَ جماعت ان دور ۾ سنڌ جي هندن جي هڪ فعال سياسي جماعت هئي.

31. **سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي:** سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ کانپوءِ هيءَ جماعت 30 آڪٽوبر 1936ع تي قائم ڪئي وئي. جيتوڻيڪ پارٽيءَ کي غير فرقيوارانه بنيادن تي ٺاهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي، پر اڳتي هلي اقتدار پرست مسلم سياستدانن اختلاف ڪري ’سنڌ مسلم پوليٽيڪل پارٽي‘ جوڙي ورتي.

سنڌ يونائيٽيڊ پارٽيءَ جو پهريون اڳواڻ سر حاجي عبدالله هارون، نائب اڳواڻ سر شاهنواز ڀٽو ۽ ميران محمد شاهه، سيڪريٽري حاتم علوي ۽ سيد مهر علي شاهه ٿيا. سنڌ جي پهرين چونڊن ۾ هن پارٽيءَ کي وڏي ڪاميابي حاصل ٿي، ليڪن هن پارٽيءَ جا ٻه مکيه اڳواڻ سر حاجي عبدالله هارون ۽ سر شاهنواز ڀٽو چونڊون کٽي نه سگهيا. پارٽيءَ کي ٻيو ڌڪ اهو لڳو ته وقت جي گورنر هن پارٽيءَ کي نظر انداز ڪري ’سنڌ مسلم پوليٽيڪل پارٽي‘ کي وزارت ٺاهڻ جو موقعو ڏنو. هن پارٽيءَ کي جڏهن وزارت ٺاهڻ جو موقعو مليو ته ان جو اسيمبليءَ وارو اڳواڻ ۽ وزيراعليٰ خانبهادر الله بخش سومري ڪانگريس طرف لاڙو ڪيو ۽ هيءَ پارٽي اقتدار جي ڪرسيءَ تائين پهچندي ختم ٿي وئي.

31. **سوديشي سڀا:** هن سڀا جو قيام 31 آڪٽوبر1919ع تي عمل ۾ آندو ويو. سڀا اصل ۾ بمبئيءَ ۾ قائم ڪيل مهاتما گانڌيءَ جي ’سوديشي سڀا‘ جو پڙاڏو هئي. سنڌ سوديشي سڀا جي مکيه اڳواڻن مان جمشيد نسروانجي مهتا، مسڪيوتا، سر ڪشنداس للا، نرسنگهه لال ڏمن مل، نارائڻ داس آنندجي، رام داس ۽ حاتم ڪريم جي جا نالا ذڪر لائق آهن. سڀا جو صدر دفتر ڪراچيءَ ۾ هوندو هو سڀا سنڌ ۾ ’سوديشي تحريڪ‘ کي مقبول ۽ مانوس بڻائڻ ۾ وڏو ڪم ڪيو.

32. **سوراج پارٽي:** ڪانگريس پارٽيءَ ۾ ڏڦيڙ پوڻ کانپوءِ جڏهن ان جي انتهاپسند ڌڙي ’سوراج پارٽي‘ ٺاهي ته انهيءَ جو اثر سنڌ تي به پيو سنڌ ۾ آر. ڪي سڌوا ۽ شري ڪشنداس للا، هن پارٽيءَ جا باني اڳواڻ هئا.

33. **سول لبرٽيز يونين:** هيءَ يونين سنڌ ڪانگريس ڪميٽيءَ جي ذيلي شاخ هئي، جيڪا 1936ع ۾ جمشيد نسروانجي مهتا جي صدارت هيٺ ٺاهي وئي هئي. هن يونين جي مکيه ڪارڪنن ۽ اڳواڻن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ جيرام داس دولترام جا نالا ذڪر ڪرڻ لائق آهن.

34. **سوراج سڀا:** هيءَ جماعت 1921 ۾ شڪارپور ۾ قائم ڪئي وئي. جماعت جي ٺهراءَ ۾ شڪارپور جي اسسٽنٽ ڪليڪٽر تانتن جو وڏو هٿ هو. جماعت جي مکيه ميمبرن مان ميان علي بخش، پگهانداس، شيخ تاج محمد، مولوي رحمت الله، پير ضياءِ معصوم شاهه ۽ مرليڌر جا نالا ذڪر ڪرڻ لائق آهن. جماعت جو مقصد بنهه امن سڀا جهڙو هو.

35. **فرينڊ آف سوويت يونين:** هيءَ جماعت مطالعي هيٺ آيل دؤر جي پوئين ڏهاڪي ۾ قائم ٿي. ڪراچي ۽ حيدرآباد انهيءَ جا مکيه مرڪز هوندا هئا. پروفيسر ڪارواڻي هن جماعت جو پهريون سيڪريٽري هو.

36. **لوئر سنڌ جاگيردار ائسوسيئشن:** هن جماعت جو مرڪز حيدرآباد هو. هن جماعت 1922ع ۾ سکر بئراج جي مخالفت ۾ ڀرپور تحريڪ هلائي، جو ته جماعت جي خيال ۾ بئراج جي تعمير مان اپر سنڌ جي زميندارن ۽ جاگيردارن کي اجايو فائدو رسڻو هو. مکي هرڪشنداس، سيد ڪمال شاهه، اڌارام ۽ شيوڪ رام هن جماعت جا مکيه اڳواڻ هئا.

37. **مسلم نيشنلسٽ پارٽي:** هيءَ پارٽي قيام پاڪستان کان ٿورو اڳ ۽ خانصاحب الله بخش سومري جي شهادت کان ڪجهه وقت پوءِ ٺهي. جماعت کي اتر سنڌ ۾ ڪافي مقبوليت حاصل ٿي . 1946ع ۾ مسٽر محمد علي مڪراني ان جو سيڪريٽري ٿيو. هيءَ جماعت هندو مسلم اتحاد ۽ آزاديءَ جي حصول ۾ اعتقاد رکندي هئي.

38. **نيشنل ڪنوينشن ڪلب:** هيءَ ڪلب 1924ع ۾ قائم ڪئي وئي. سنڌس سرڪرده اڳواڻن مان جمشيد نسروانجي ميهتا ۽ جيٺمل پرسرام جا نالا ڳڻائي سگهجن ٿا. ڪراچي ۽ حيدرآباد هن ڪلب جا ٻه مکيه مرڪز هئا. هن ڪلب طرفان ڪراچيءَ جي خالقڏني هال ۽ حيدرآباد جي بنڌو آشرم ۾ ڪيترئون ئي گڏجاڻيون ٿيون. هن ڪلب عوام ۾ سنڌ جي جدائيءَ کي مقبول بڻائڻ کان سواءِ پورهيت طبقي کي بيدار ڪرڻ ۾ وڏو ڪم ڪيو.

39. **سنڌ هاري ڪميٽي:** هن نالي سان هي پارٽي 1930ع ۾ قائم ڪئي وئي، جنهن جو پهريون صدر پرنسپال گوڪلي کي مقرر ڪيو ۽ جيٺمل پرسرام، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ جي. ايم. سيد اُن جا سيڪريٽري ٿيا. هن پارٽيءَ جي سهاري هيٺ سنڌ جي هارين جون ڪانفرنسون ٿيون ۽ سنڌ اسيمبلي هارين جي مسئلن ڏانهن ڌيان ڏنو اڳتي هلي 1945ع ۾ جڏهن حيدر بخش جتوئي جج طور ملازمت تان استعيفا ڏئي هن جماعت ۾ شامل ٿيو ته هيءَ جماعت سنڌ جي هارين جي انقلابي پارٽي بنجي وئي.

40. **هوم رول ليگ:** هن جماعت جو اصل ۾ بنياد 1915ع ۾ ٿياسافيءَ جي پرچارڪ عورت ايني بيسنٽ وڌو هو ۽ سنڌ ۾ وري سنڌس پوئلڳن

انگريز دور ۾ سنڌ اسيمبلي

انهيءَ جي شاخ کولي. ڪراچي هن جماعت جو صوبائي مرڪز هو ان جون شاخون حيدرآباد ، سکر ۽ شڪارپور ۾ به هيون.

41. **يونينسٽ پارٽي:** هي جماعت 1936ع ۾ سيٺ حاجي عبدالله جي ڪوشش ۽ قيادت سان قائم ٿي. پارٽي غير فرقيوارانه بنيادن تي ٺاهي وئي هئي ۽ سنڌ جي اقتصادي ترقيءَ کي ان جي منصوبي ۾ وڏي جاءِ ڏني وئي هئي.

## انگريز دور جي سنڌ اسيمبليءَ جي تاريخ (مختصر ذڪر)

سنڌ جي سياسي جماعتن ۽ عوام جي ڏکي جدوجهد ڪانپوءِ سنڌ جي بمبئي پريزيڊنسيءَ کان جدا ٿي ڌار صوبي واري حيثيت بحال ٿي ته 1936ع ۾ سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ جو قيام عمل ۾ آيو سنڌ کي صوبي جو درجو ڏئي، پارلياماني نظام لاڳو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. بمبئي پريزيڊنسيءَ جي گورنر جي ماتحتيءَ ۾ سنڌ تي مقرر ٿيندڙ ڪمشنرن جو سلسلو به ختم ڪيو ويو. پيهر سياسي سرگرميون بحال ٿيون ۽ ان دوران سنڌ جو مرڪزي شهر ڪراچي خاص طور سياسي سرگرمين جو مرڪز بڻجي ويو.

جڏهن 1935ع واري ايڪٽ هيٺ اپريل 1936ع ۾ سنڌ کي بمبئيءَ کان آزاد ڪري صوبي جي حيثيت ڏني وئي ته صوبن ۾ مڪاني خود مختياري رائج ڪري، سمورا ڪاتا مقامي ماڻهن جي حوالي ڪيا ويا.

اُنهيءَ ايڪٽ موجب نئين چونڊ ٿيڻ تائين، سنڌ ۾ نئين مقرر ڪيل گورنر سر لانسلاٽ گراهم کي انتظام هلائڻ لاءِ 25 ميمبرن جي ڪائونسل ۽ به صلاحڪار مقرر ڪري ڏنا ويا، جيڪي سڀ اڳ ئي بمبئي ڪائونسل جا ميمبر هئا. چيف صلاحڪار سر شاهنواز ڀُٽي کي مقرر ڪيو ويو بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ ڪانپوءِ سنڌ قانونساز اسيمبليءَ جون پهريون عام چونڊون 1937ع ۾ ٿيون. سنڌ قانون ساز اسيمبليءَ جو پهريون اجلاس 27 اپريل 1937ع تي اسيمبلي هال، سنڌ چيف ڪورٽ بلڊنگ ۾ ٿيو سنڌ اسيمبليءَ جي پهرئين دور ۾ ميمبرن جو تعداد 60 هو جن مان 33 سيٽون مسلمانن لاءِ، 18 جنرل، 3 پارسين ۽ 3 يورپين، 2 ڪامرس، 2 زميندار، 2 پورهيتن ۽ عورتن لاءِ مخصوص ڪيون ويون. سنڌ قانونساز اسيمبليءَ جي پهرين چونڊ ۾ ڪيترائي ميمبر سنڌ جي مختلف علائقن مان چونڊجي آيا ۽ انهن سنڌ ۾ پارلياماني نظام جي ابتدا ڪئي.

1937ع کان 1945ع تائين ڪن ميمبرن جي استعيفائن ۽ سيٽن وڌائڻ وغيره سبب ڪجهه وڌيڪ ميمبر پڻ سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر رهيا.

سنڌ اسيمبلي جي انهيءَ پهرينءَ چونڊ ۾ به عورتون: جينو بائي غلام علي الانا ۽ ڪماري جيٺي سپاهيملاڻي چونڊجي آيون.

انهن چونڊن ۾ اتحاد پارٽيءَ 18 سيٽون ۽ سنڌ مسلم پوليٽيڪل پارٽيءَ 4 سيٽون حاصل ڪيون، جڏهن ته ڪنهن به پارٽيءَ کي واضح اڪثريت حاصل نه هئي. اتحاد پارٽيءَ وٽ جيتوڻيڪ وڌيڪ سيٽون هيون، پوءِ به قاعدي جي لحاظ ڪري گورنر سنڌ مسلم پوليٽيڪل پارٽيءَ جي سربراهه سر غلام حسين هدايت الله کي حڪومت ٺاهڻ جي دعوت ڏني وئي ۽ سنڌ جي سياست ۾ جوڙ توڙ جو عنصر شامل ٿيو جنهن اڳتي هلي تمام اگرا نتيجا ڏنا.

سنڌ قانونساز اسيمبليءَ جو ابتدائي اجلاس 27 اپريل 1937ع تي 11 وڳي صبح جو سنڌ چيف ڪورٽ ڪراچيءَ جي سنڌ اسيمبليءَ هال ۾ ٿيو ان جي صدارت وقتي چيئرمئن ديوان بهادر هيرانند کيمسنگهه ڪئي ۽ 57 چونڊيل ميمبرن پهرئين ڏينهن ميمبريءَ جو قسم کنيو. 28 اپريل 1937ع تي اسپيڪر جي چونڊ ٿي، ٽي ميمبر اميدوار طور سامهون آيا، جن مان پير الاهي بخش، شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي حق ۾ هٽ کنيو. ديوان بهادر ڀوڄسنگهه جي. پهلاجاڻي ۽ شيخ عبدالمجيد جي وچ ۾ مقابلو ٿيو. سر غلام حسين هندو ميمبرن کي پنهنجي حق ۾ ڪرڻ لاءِ هڪ هندو ميمبر کي وزير مقرر ڪيو ۽ اسپيڪر لاءِ ديوان بهادر ڀوڄسنگهه جي مدد ڪرڻ جو واعدو ڪيو. ان ڪري ديوان بهادر کي 40 ووٽ ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي 18 ووٽ مليا. ان سوديبازي ڪرڻ تي سر غلام حسين سان محمد هاشم گزدر تلخ ڪلامي ڪئي ۽ ڪيس دوکيباز، غدار ۽ باغي سڏيو. سنڌ اسيمبليءَ جي ڪارروائيءَ ۾ پهريون بل وزيرن جي پگهارن متعلق هو. ديوان بهادر ڀوڄسنگهه 1938ع ۾ وفات ڪئي، سندس جاءِ تي سيد ميران محمد شاهه اسپيڪر مقرر ٿيو. جڏهن ته سنڌ قانونساز اسيمبليءَ جي ڊپٽي اسپيڪر لاءِ خانصاحب الله بخش گبول ۽ عبدالستار پيرزادي نامزدگي فارم ڀرايا. اليڪشن کان اڳ عبدالستار پيرزادي، خانصاحب الله بخش جي حق ۾ هٽ کنيو ۽ اهڙيءَ ريت الله بخش گبول بنا مقابلي سنڌ قانونساز اسيمبليءَ جو پهريون ڊپٽي اسپيڪر چونڊيو ويو. پهرين قانونساز اسيمبليءَ جي چونڊيل ميمبرن مان **سر غلام حسين هدايت الله** سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيو ۽ هيون وزارتون هيٺينءَ ريت جوڙيون ويون:

| | |
|---|---|
| خزاني ۽ گهرو کاتي جي وزارت: | غلام حسين هدايت الله |
| پوليس ۽ پي. ڊبليو ڊي: | مير بنده علي خان ٽالپر |
| روينيو وزارت: | مکي گوبند پريتمداس |

قانونساز اسيمبليءَ جي پهرين چونڊيل حڪومت جي دور ۾ **خانبهادر الله بخش سومرو** ايوان ۾ مخالف ڌر جو اڳواڻ چونڊيو ويو سنڌ اسيمبليءَ ۾ 3 آگسٽ 1937ع تي سنڌ جي پهرين بجيٽ پيش ڪئي وئي، جيڪا ستن ڏينهن جي بحث بعد منظور ڪئي وئي. مکي گوبندرام 18 آڪٽوبر 1937ع تي استعيفا ڏني، جنهن جي جاءِ تي ڊاڪٽر هيمن داس روپچند واڌواڻيءَ کي وزير مقرر ڪيو ويو جنهن کي پبلڪ هيلٿ ۽ ميڊيڪل کاتا ڏنا ويا. غلام حسين هدايت الله ٻي بجيٽ 1938ع ۾ آندي ۽ لاڳو ڪئي.

21 مارچ 1938ع تي سر غلام حسين استيعفيٰ ڏني ۽ **خانبهادر الله بخش سومري** نئين وزارت ٺاهي، جنهن خزاني ۽ داخلا جا کاتا پاڻ

وٽ رکيا ۽ ٻن وزيرن هرهڪ چيتو مل وزيراڻيءَ کي پي. ڊبليو ڊي، ميڊيڪل ۽ پبلڪ هيلٿ ۽ پير الاهي بخش کي روينيو جي کاتن تي مقرر ڪيائين. الله بخش سومري 1939ع ۾ وزارتن ۾ واڌ ۽ وزيرن جي کاتن ۾ ڦيرڦار ڪئي، جنهن تحت پير الاهي بخش کي تعليم ۽ مڪاني خودمختياري، مير بنده علي خان کي روينيو ۽ ڏيئل مل دولترام کي زراعت ۽ ٻيلن جي کاتن جا قلمدان سونپيا ويا. 20 فبروري 1940ع تي سر غلام حسين وزارت ۾ شامل ٿيو جنهن کي داخلا، قانون ۽ انتظام جا کاتا ڏنا ويا. 23 فبروري 1939ع تي ڪابينا ۾ شامل ٻنهي هندو وزيرن استعيفا ڏني، پر 13 اپريل 1939ع تي واپس ڪابينا ۾ شامل ٿيا. خانبهادر الله بخش سومري پنهنجي وڏ وزارت جي هن دورانيي ۾ ٽي پيرا بجيٽ 1939-1940ع، 1941-1940ع ۽ 1943-1942ع پيش ڪئي.

30 جنوري 1940ع تي انهن ٻنهي هندو وزيرن ٻيهر استعيفا ڏني، جنهن بعد 18 مارچ 1940ع تي سمورن وزيرن استعيفا ڏني. نئين وزارتي ڪابينا ۾ بنده علي خان وڏو وزير ٿيو. داخلا، سياسي مامرا، قانون ۽ عام انتظامي مامرن وارا کاتا پاڻ وٽ رکيائين. سندس ڪابينا جي ٻين وزيرن ۾ نهچلداس وزيراڻي (روينيو)، خانبهادر محمد ايوب کهڙو (پي. ڊبليو ڊي)، شيخ عبدالمجيد سنڌي (خزانو ميڊيڪل، پبلڪ هيلٿ ۽ آبڪاري)، راءِ صاحب گوڪلداس زراعت، مقامي خودمختيار حڪومت) ۽ جي. ايم. سيد وٽ محنت، صنعت، ٻيلا، تعليم ۽ ڳوٺاڻي ترقيءَ وارا کاتا شامل هئا. هن دوران جي. ايم. سيد سنڌ يونيورسٽي، سنڌي ادب لاءِ صلاحڪاري بورڊ (ادبي بورڊ) جي قيام، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز لغت نويسيءَ لاءِ بورڊ ٺاهيا، ڪاميٽيون تشڪيل ڏنيون ۽ ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ۽ اهڙن ٻين ڪيترن ئي اهم ادارن جي رٿائن تي ڪم ڪرايو. 23 نومبر 1940ع تي جي. ايم. سيد، الله بخش سومري کي وزارت ۾ آڻڻ لاءِ وزارت تان استعيفا ڏني ۽ خانبهادر الله بخش سومرو وزير ٿيو جنهن کي شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کان ماليات، ميڊيڪل، پبلڪ هيلٿ، آبڪاري ۽ عام انتظامي مامرن جا کاتا وٺي ڏنا ويا ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي جي.ايم سيد وارا کاتا ڏنا ويا.

مير بنده علي ٽالپر ستين مارچ 1941ع تي استعيفا ڏني، جنهن بعد خانبهادر الله بخش ٻيهر وڏو وزير ٿيو جنهن پاڻ وٽ فقط خزاني جو کاتو رکيو سندس ڪابينا ۾ سر غلام حسين هدايت الله وٽ (داخلا، سياسي مامرا، قانون ۽ عام انتظامي مامرا)، راءِ صاحب گوڪلداس ميولداس (مڪاني خودمختياري ۽ زراعت)، پير الاهي بخش (تعليم، صنعت ۽ محنت، آبڪاري، ٻيلا ۽ ڳوٺاڻي ترقي) ۽ پيرزادي عبدالستار وٽ پي. ڊبليو ڊي، ميڊيڪل ۽ پبلڪ هيلٿ کاتا هئا.

الله بخش سومري 14 آڪٽوبر 1942ع تي استعيفا ڏني، جنهن بعد سر غلام حسين ٻيهر وڏو وزير ٿيو جنهن به فقط خزاني وارو کاتو پاڻ وٽ رکيو سندس ڪابينا ۾ پير الاهي بخش (تعليم، محنت، آبادڪاري، زراعت، ٻيلا ۽ ڳوٺاڻي ترقي)، خانبهادر محمد ايوب کهڙو (روينو ۽ امداد باهمي)، محمد هاشم گزدر (داخلا، قانون، سياسي ۽ انتظامي مامرا)، گوڪلداس ايم. روچلاڻي (پي. ڊبليو ڊي ۽ مڪاني خودمختياري) ۽ ڊاڪٽر هيمنداس روپچند واڌواڻيءَ وٽ (صحت، صنعت ۽ شهري بچاءُ) جا کاتا شامل هئا.

سنڌ اسيمبليءَ جي نئين عمارت، جنهن ۾ سنڌ جي وزيرن، سيڪريٽرين ۽ ٻين عملدارن جون آفيسون هيون، ان جو بنياد 11 مارچ 1940ع تي گورنر لانسلاٽ گراهم رکيو هو جنهن جو افتتاح سر هيو ڊاؤ، 4 مارچ 1942ع تي ڪيو هو [اڳتي هلي پاڪستان جي پهرين گورنر جنرل قائداعظم محمد علي جناح پڻ ان ئي عمارت ۾ پنهنجي عهدي جو حلف کنيو جڏهن ته پاڪستان جو پهريون آئين پڻ سنڌ اسيمبليءَ جي ان ئي عمارت ۾ منظور ٿيو هو.]

ان کانپوءِ پهرين سنڌ اسيمبليءَ جا اجلاس سنڌ هاءِ ڪورٽ بلڊنگ، پير الاهي بلڊنگ ۽ دربار هال حيدرآباد ۾ ٿيندا هئا. ان ۾ پهريون اجلاس مارچ 1940ع تي ٿيو. هن ايوان ۾ سنڌي مسلمان ميمبرن جي رٿ تي مسلمانن لاءِ الڳ وفاقي رياست جي قيام لاءِ جي. ايم. سيد 3 مارچ 1943ع تي هڪ ٺهراءُ پيش ڪيو، جيڪو اسيمبلي ميمبرن جي اڪثريت پاس ڪيو. جي. ايم. سيد پاران مسلمانن لاءِ قومي رياستن جي مجموعي تي آڌاريل ڏار وفاقي رياست جي قيام لاءِ پيش ڪيل ان بل جي مخالفت ۾ هيٺين هندو ميمبرن ايوان مان واڪ آئوٽ ڪيو: نهچلداس سي. وزيراڻي، ڏيئل مل دولترام، گهنو مل تاراچند، پرتاب راءِ ڪيسڪداس، رتن سنگهه سوڍو، مکي گوبندرام، راءِ بهادر هوتچند، جڏهن ته ٺهراءَ جي تائيد ۾ هيٺين ميمبرن ووٽ ڪيو: شيخ عبدالمجيد سنڌي، الهه بخش خان گبول، حاجي امير علي لاهوري، ارباب توڳاچي، بنده علي خان ٽالپر، غلام علي خان ٽالپر، سر غلام حسين هدايت الله، غلام محمد اسراڻ، سيد غلام مرتضیٰ شاهه (جي ايم سيد)، سيد غلام نبي شاهه، پير الاهي بخش، حاجي جان محمد، جينو بائي جي الانا، سردار قيصر خان، محمد علي شاهه، محمد ايوب کهڙو، محمد عثمان سومرو، محمد يوسف چانڊيو، نور محمد شاهه، رسول بخش خان اُنڙ، علي گوهر خان مهر، شاهه سعدالدين بارڪزئي، سهراب خان سرڪي. باقي ٽن حاضر ميمبرن: راءِ صاحب گوڪلداس، نولورام موٽواڻي ۽ هيمنداس آر. واڌواڻيءَ ٺهراءَ جي مخالفت ۾ ووٽ ڪيو. مجموعي طور ٺهراءُ پيش ڪرڻ وقت 38 ميمبر اسيمبليءَ ۾ موجود هئا، جن مان 24 ميمبرن تائيد ڪئي ۽ ٽن مخالفت، باقي ميمبرن احتجاج طور واڪ آئوٽ ڪيو.

1935ع کان سنڌ جون وزارتون ڪاغذي محلن وانگر ٺهنديون ۽ ڊهنديون رهيون. ان جي باوجود ڪي اهم ڪارناما پڻ سرانجام ڏنا ويا. انهن ۾ زميندارن کي قرضن کان بچائڻ لاءِ عارضي بل پاس ڪيو ويو. 300 ۽ ان کان گهٽ ايڪڙ زمين هجڻ جي حالت ۾ حڪومت جي اجازت کانسواءِ ان جي وڪري تي بندش لاڳو ڪئي وئي، جيڪو قانون اڳتي

هلي مرڪزي حڪومت رد ڪري ڇڏيو. بالغن جي تعليم شروع ڪئي وئي. سنڌي ادب جي واڌاري لاءِ صلاحڪار بورڊ جو قيام عمل ۾ آندو ويو، جنهن جي نتيجي ۾ سنڌي ادبي بورڊ، پٽ شاهه ثقافتي مرڪز ۽ صوبائي لائبريري [هن وقت ڊاڪٽر دائودپوٽه لائبريري سڏجي ٿي] قائم ٿي سگهيا. 1940ع ۾ مزدورن کي هفتي ۾ هڪ ڏينهن موڪل ڏيڻ جو بل پاس ڪيو ويو ۽ اڳتي هلي سنڌ يونيورسٽي ڪميٽيءَ جي ڪوشش سان 1946ع ۾ سنڌ يونيورسٽي قائم ٿي.

14 مئي 1943ع ۾ سنڌ جي نامور سياستدان الهه بخش سومري جي شهادت جو واقعو پيش آيو (وڌيڪ ڏسو: الهه بخش سومرو، جلد ڇهريون) جنهن جي نندا ڪندي 24 مئي 1943ع تي سنڌ اسيمبليءَ هڪ مذمتي ٺهراءُ پاس ڪيو، اهو ٺهراءُ سر غلام حسين هدايت الله پيش ڪيو. خانبهادر محمد ايوب کهڙي پنهنجي وزارت تان 5 سيپٽمبر 1944ع تي استعيفا ڏني، جنهن بعد به نوان وزير مير غلام علي ٽالپر ۽ راجر ٿامس ڪنيا ويا. محمد هاشم گزدر 8 جنوري 1945ع تي وزارت تان استعيفا ڏئي ڇڏي.

14 مارچ 1945ع تي سر غلام حسين کي وزارت ٺاهڻ جي دعوت ڏني وئي، جنهن وري هڪ دفعو وزارت سنڀاليندي، خزاني، خوراڪ ۽ نئين سر تعمير جا کاتا پاڻ وٽ رکيا. سندس ٻين وزيرن ۾ نهچلداس وزيراڻي (روينيو)، پير الاهي بخش (تعليم، آبڪاري، مڪاني خودمختياري، محنت، ٻيلا ۽ ڳوٺاڻي ترقيءَ جا کاتا)، مير غلام علي ٽالپر (داخلا، قانون، سياسي ۽ انتظامي مامرا)، مکي گوبندرام (صحت، جانورن جي بهبود، صنعت، زراعت ۽ سول ڊفينس) ۽ سيد محمد علي شاهه وٽ (پي. ڊبليو. ڊي ۽ امداد) شامل هئا. سر غلام حسين هدايت الله 8 فبروري 1946ع تي پنهنجي ڪابينا جي نئين سر تشڪيل ڪئي، جنهن تحت ان خزاني، انتظامي امور، نئين سر تعمير جو ڪم ۽ پبلڪ سروس کاتا پاڻ وٽ رکيا، پي. ڊبليو ڊي خانبهادر محمد ايوب کهڙي، داخلا، قانون ۽ خوراڪ مير غلام علي ٽالپر ۽ روينيو پير الاهي بخش جي سپرد ڪيا ويا. 30 مارچ 1946ع تي 2 وڌيڪ وزير ڪنيا ويا، انهن ۾ پيرزادو عبدالستار (صحت، تعليم ۽ مڪاني خودمختياري) ۽ مير بنده علي خان ٽالپر (زراعت، صنعت، امداد باهمي، ماهيگيري ۽ محنت) شامل هئا.

6 سيپٽمبر 1946ع تي ڪابينا استعيفا ڏني ۽ 21 سيپٽمبر 1946ع تي سر غلام حسين ٻيهر وڏو وزير چونڊيو ويو هن سياسي ۽ انتظامي امور جا کاتا پاڻ وٽ رکيا. سندس ڪابينا جي ٻين وزيرن ۾ خانبهادر محمد ايوب کهڙو (پي. ڊبليو. ڊي)، پير الاهي بخش (روينيو)، مير غلام علي خان ٽالپر (خوراڪ)، مير بنده علي خان ٽالپر (زراعت ۽ صنعت) ۽ عبدالستار پيرزادو (تعليم، صحت ۽ مڪاني خودمختياري) شامل هئا.

انهيءَ عرصي دوران انگريزن طرفان هندن ۽ مسلمانن ۾ پيدا ڪرايل ويڇن جي ڪري مسلمانن لاءِ ڌار ملڪ جي تحريڪ زور وٺي چڪي هئي، جنهن ۾ پڻ سنڌ جي سياستدانن ۽ سنڌ اسيمبليءَ جو اهم ڪردار رهيو 14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان دنيا جي نقشي تي هڪ نئين ملڪ طور وجود ۾ آيو (*وڌيڪ ڏسو: تحريڪ پاڪستان، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٻيون ص: 206*)

## سنڌ تي برطانوي راڄ جا اثر

انگريزن جي حڪمرانيءَ دوران جتي سنڌ ۾ غلاميءَ وارو احساس شدت سان اڀري آيو هو اتي هن خطي ۾ ترقيءَ جي راهه به هموار ٿي. سنڌ ريلوي (Sindh Railway) جي قيام سان هندستان ۾ پهريون ڀيرو ريل سروس جو آغاز ٿيو (*وڌيڪ ڏسو: سنڌ ۾ ريلوي نظام*) سنڌي ٻوليءَ جي معياري لپي مقرر ٿي، جنهنڪري علمي، ادبي، عدالتي ۽ دفتري ٻوليءَ طور سنڌيءَ کي اهميت ملي. ٽپال جو جديد سرشتو شروع ڪيو ويو (*وڌيڪ ڏسو: ٽپال جو سرشتو، جلد ٽيون*)، جديد تعليم جي ڪري صحت جي شعبي ۾ پڻ ترقي ٿي. آبپاشي نظام بهتر ٿيو سکر بئراج ٺهڻ بعد سنڌوءَ جي پاڻيءَ جي بهتر ورهاست ٿي ۽ غير آباد زمينون آباد ٿيون. ان کان سواءِ آمدورفت جا ذريعا ۽ واپار جا موقعا پڻ فراهم ٿيا.

برطانوي تسلط سنڌ تي ڏور رس اثر ڇڏيا، تبديلين جا اهڙا محرڪ اڳ ۾ ڪڏهن به ڪنهن به دور ۾ نه ڏٺا ويا. انهن تبديلين جو اصل محور انگلنڊ هو، جو ته سڄي يورپ ۾ آيل صنعتي انقلاب زندگيءَ جي هر پهلوءَ تي اثر ڇڏيا هئا. اڳ ۾ صدين تائين اقتصادي، سماجي ۽ پيداواري ذريعا زمين جي ورهاست تي ٻڌل هئا. جنهن کي صنعتي انقلاب تبديل ڪيو. مشنينن جو استعمال فرد کي پنهنجي سر ڪمائڻ جي يا پيداوار حاصل ڪرڻ جي سگهه ڏني، جنهن سان محنت ڪش طبقو اڀري آيو ۽ ان پوءِ وچولي طبقي جي حيثيت اختيار ڪئي.

جيتوڻيڪ اجا هندستان تي صنعتي انقلاب جا اثر ڪونه پهتا هئا، پر وچولي طبقي جي ظهور ۽ ان جي برطانوي همعصر آزاد خيال طبقي سان رابطن هندستان ۾ ڪيترين ئي سماجي اصلاحي تحريڪن کي جنم ڏنو اهڙين تحريڪن جا روح روان راجا رام موهن راءِ ۽ ڪيشب چندرسين هئا. ڪيشب چندرسين، سماجي تبديليءَ لاءِ 'برهمو سماج' تحريڪ هلائي.

برطانوي قبضي وقت سنڌ ۾ به انهن تحريڪن جو اثر ڪيترن ئي هندن تي پيو سنڌي نوجوان ڪلڪتي [بمبئي وغيره] طرف وڃي اعليٰ تعليم وٺڻ لڳا ۽ هڪ عظيم اصلاحي تحريڪ واري سوچ سان واپس ٿيا. اهڙي تحريڪ اُڀارڻ جو مقصد هندستاني سماج ۾ عورتن سان ٿيندڙ ناانصافين ۽ جنسي متڀيد خلاف پرچار ڪرڻ هو سنڌ ۾ انهيءَ اصلاحي تحريڪ جو روح روان ساڌو هيرانند نولراءِ هو.

ٽالپرن جي دور حڪومت ۾ سنڌ اندر تعليم روايتي معلمن ذريعي ڏني ويندي هئي، جن کي 'آخوند' سڏيو ويندو هو ڳوٺن ۾ تعليم مقامي ملا يا مسجدن جا پيش امام ڏيندا هئا ۽ اڪثر تعليم قرآن پاڪ جي تعليمات موجب ڏني ويندي هئي. هندن جا ٻار پاٺشالائن ۾ پڙهندا هئا يا وري آخوندن وٽ فارسي پڙهندا هئا. ان زماني ۾ عدالتن ۾ فارسي ٻوليءَ جو استعمال ٿيندو هو جيڪا رڳو اميرن ۽ مٿئين طبقي

وارن جي زبان سمجهي ويندي هئي ته جيئن عام ماڻهو عدالتي معاملن ۾ ڪا مداخلت نه ڪري سگهن. انگريزن جي اچڻ بعد اعلان ڪيو ويو ته سرڪار جي سيني انتظامي معاملن جي سنڌي ٻوليءَ ۾ لکپڙهه ڪئي ويندي. مطلب سنڌيءَ کي دفتري ٻوليءَ جو درجو ڏنو ويو. انهيءَ مقصدن خاطر سنڌيءَ جي معياري رسم الخط مقرر ٿيو ۽ تعليمي نظام ۾ سنڌي ٻوليءَ جو استعمال شروع ٿيو. پهريون اسڪول ڪراچيءَ ۾ ڪليڪٽر مسٽر بريڊيءَ قائم ڪيو جنهن کي 'مشنري اسڪول' چاتو ويندو هو. ان اسڪول جون ٻه شاخون هڪ بولٽن مارڪيٽ پرسان ۽ ٻي رنڇوڙ لائين ۾ هيون. اهي اسڪول مڊل سطح تائين هئا. جڏهن ته هاءِ اسڪول لارنس روڊ تي قائم هو جتي شاگرد مڊل پاس ڪرڻ بعد داخل ٿيندا هئا. ڪراچي شهر جڏهن ترقي ڪرڻ شروع ڪئي ته ڪجهه خانگي اسڪول به کُليا. جن مان هڪ تاراچند ڪُندن مل جو 'نيو هاءِ اسڪول' هو جيڪو پوءِ 'تحريڪ عدم تعاون' دوران 1921ع ۾ 'مهاوديالا' جي نالي سان سڏيو ويو. ان وقت جا وڏا اديب ۽ دانشور: جيٺمل پرسرام، لالچند امرڏنو مل جڳتياڻي، آسانند مامتورا ۽ جهمٽ مل ڀاوناڻي وغيره به هن اسڪول سان وابسته رهيا. 1926ع ۾ ڪراچيءَ جي نيو چاليءَ واري علائقي ۾ 'ماڊل اسڪول' قائم ٿيو. 1936ع ۾ 'واڌو مل بولچند اسڪول' بندر روڊ وٽ کليو. جڏهن ته ڇوڪرين لاءِ خاص 'ڪنيا وديالا' ۽ 'انڊين گرلس اسڪول' پڻ قائم ٿيا. جيڪي ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي هٿ هيٺ هئا.

برطانيا جي قبضي بعد جيئن ته سنڌ جا مسلمان بيچينيءَ جو شڪار هئا، هنن ڏٺو ته جن به ادارن ۾ انگريزن جي انتظام يا انهن جي طرز جي تعليم ڏني پئي وئي، شروع ۾ انهن جو بائيڪاٽ ڪيو ويو. جديد تعليم خلاف بائيڪاٽ ظاهر پئي ڪيو ته اهو نظام مسلمانن لاءِ نقصانڪار آهي. انهيءَ تناظر ۾ 'سنڌ محمدن ايسوسيئيشن' جي صدر حسن علي آفندي (آخوند) ڪراچيءَ جي بولٽن مارڪيٽ پرسان سنڌ مسلم مدرسو قائم ڪيو جنهن ۾ شاگردن لاءِ هاسٽل ۽ ڪاڏي جو انتظام به ڪيو ويو. اهو اڳتي هلي سنڌ مدرسة الاسلام طور مشهور ٿيو جتي محمد علي جناح سميت ٻين وڏين شخصيتن به تعليم ورتي ۽ هن وقت يونيورسٽيءَ جو درجو حاصل ڪري چڪو آهي. ساڳيءَ طرح حيدرآباد ۾ به ابتدائي طور ٻه اسڪول: هڪ گورنمينٽ اسڪول ۽ ٻيو مشنري اسڪول قائم ٿيا. 1888ع ۾ ساڌو هيرانند نوجوانن جي تعليم ۽ سنڌن لاڙو سماجي اصلاح طرف موڙڻ جي مقصد خاطر 'يونين اڪيڊمي' قائم ڪئي. سنڌس ان ٽيم جا مکيه رڪن نولراءِ شوقيرام، ڏيارام گدومل ۽ ديوان ڪوڙو مل چندن مل هئا. ڪجهه اختلافن باعث هڪ ٻيو تعليمي ادارو 1898ع ۾ 'نيو وديالا' جي نالي سان قائم ٿيو جنهن جون شهر ۾ پنج شاخون به کوليون ويون. اهڙيءَ ريت حيدرآباد ۾ ٿوري عرصي اندر ڇهن تعليمي ادارن ڪاميابيءَ سان منزلون طئي ڪيون.

سنڌ جي ساهتي پرڳڻي ۾ جيتوڻيڪ ڪو به سرڪاري اسڪول قائم نه ٿيو هو ۽ انفرادي طور رضاڪاراڻي جذبن تحت تعليم ڏني پئي وئي. ان هوندي به هي خطو تعليمي معيار ۾ پنهنجو مٽ پاڻ رهيو. بعد ۾ حيدرآباد وانگر سنڌ جي سيني علائقن ۾ اسڪول قائم ٿيا.

ان زماني ۾ مئٽرڪ جو امتحان وٺڻ لاءِ ڪي به انتظام ڪونه ڪيا ويا هئا. خواهشمند شاگرد ڪشالا ڪڍي بمبئيءَ مان اهو امتحان ڏيندا هئا. بعد ۾ ڏيارام گدو مل 1887ع ڌاري سنڌ آرٽس ڪاليج قائم ڪيو جنهن کي پوءِ ڏيارام جيٺمل ڪاليج طور ڄاتو ويو (ڊي. جي. سائنس ڪاليج، جلد ڇهون) اهڙيءَ ريت حيدرآباد ۾ نيشنل ڪاليج ۽ شڪارپور ۾ چيلاسنگهه ۽ سيتلداس ڪاليج وجود ۾ آيا.

هاءِ اسڪولن ۽ ڪاليجن مان پاس ٿيندڙ نوجوانن کي روزگار جا ترت موقعا پڻ ملندا رهيا. تعليم ڪاتي، صحت ۽ ٻين شعبن ۾ روزگار بعد وچولي طبقي طور ماڻهن ۾ تبديليون ايندڙيون رهيون.

وچولي طبقي جو ڀرپور نمونو ابرڻ ۽ خاص ڪري هندو ڪميونٽيءَ جي ترقيءَ کي ڏسي مسلمانن پڻ جديد تعليم ڏانهن لاڙو اختيار ڪيو. سنڌ جو دانشور ۽ ليکڪ طبقو پڻ گهڻوڪري تعليم واري شعبي سان لاڳاپيل هو. ان زماني ۾ جن ادب ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. تن ۾: مرزا قليچ بيگ، ڏيارام گدومل، ڪوڙو مل چندن مل ڪلناڻي، جيٺمل پرسرام، پرمانند ميوارام، لالچند امرڏنومل جڳتياڻي، نادر بيگ مرزا وغيره شامل هئا. جيڪي سنڌي ادب ۾ تخليقن ۽ ترجمن سان واڳارو ڪندا رهيا.

سنڌيءَ ۾ اخبارون ۽ رسالا پڻ جاري ٿيڻ لڳا. پهرين سنڌي اخبار 'سنڌ سڌار' هئي. 1885ع ۾ سنڌي ۽ فارسي زبان ۾ 'فوائد الاخبار' جو اجراءُ ٿيو ان ڪانسواءِ 'سنڌي ٽائيمز' پڻ جاري ٿي، جنهن کي سماجي تحريڪ سنڌ سڀا جي سرپرستي حاصل هئي. ان جو ايڊيٽر ساڌو هيرانند ۽ جوائنٽ ايڊيٽر نگيندرنات گپتا هو ان وقت 'سرسوتي' مخزن پڻ شهرت ماڻي. تعليم ۽ ادب جي سجاڳيءَ ٻهراڙيءَ جي نوجوانن کي شهرن طرف آندو ۽ ڪيترا روزگار خاطر ڪراچيءَ طرف راغب ٿيا. سنڌ جي شهرن به ترقي ڪئي ۽ انهن جي آباديءَ ۾ به اضافو ٿيندو رهيو اڪثر ماڻهو روزگار يا نوڪرين لاءِ حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ طرف ويندا رهيا. بعد ۾ گهر ۽ ڪاڏي جي مسئلن سبب پنهنجين زالن ۽ ٻچن سميت شهرن ڏانهن منتقل ٿيڻ لڳا.

پهرين مهاڀاري لڙائي پوري دنيا سان گڏ سنڌ ۽ هند تي به دور رس اثر ڇڏيا، برطانيا سرڪار هن جنگ ۾ شريڪ ٿي، نه رڳو سنڌ ۽ هند جي ڪيترن نوجوانن کي جنگ جي منهن ۾ ڌڪيو پر نندي ڪنڌ جي ڪچي مال ۽ ڪاڌ خوراڪ جي وسيلن کي به پنهنجي جنگي ضرورت لاءِ وقف ڪري ڇڏيو ان ڪري شين جي اڻاٺ ۽ قيمتن ۾ واڌارو اچي ويو. بدقسمتيءَ سان 1918ع ۽ 1919ع ۾ وري سڄي ننڊي ڪنڌ ۾ ڏُڪر ۽ وبا گڏجي حملو ڪيو جن هڪ ڪروڙ ويهه لک انسانن کي موت جي منهن ۾ ڌڪي ڇڏيو.

هيءَ مهاڀاري جنگ ڪانپوءِ سامراجي سرڪار هندستاني صنعت ڏانهن ڌيان ڏنو جنهنڪري هتان جي سماج ۾ ڪارخانيدارن،

سرمائيدارن ۽ مزدورن جا طبقا پيدا ٿيڻ لڳا. روزگار جي تلاش ۾ ٻهراڙين مان شهرن ڏانهن لڏپلاڻ شروع ٿي وئي ۽ پورهيت طبقو هڪ قوت بڻجڻ لڳو.

وچولي طبقي جي ايرڻ وقت جن ۾ اڪثر هندو شامل هئا، تن مان جيڪي مسلم اڪثريت وارن علائقن ۾ رهندڙ هئا، تن کي پنهنجي سماجي رتبي بابت ڪي ابهام محسوس ٿيڻ لڳا. اهڙيءَ ريت مالي توڙي انتظامي حوالي سان به ڪين ڏڪ رسيو ان صورتحال ۾ هڪ نيو عنصر به محسوس ٿيڻ لڳو. مسلم اڪثريت دوران هندن وٽ زمينون وغيره نه هيون. سندن ڪرت ڪاروبار يا ٻئنڪاري هئي. جيڪي مسلمانن کي ضرورت وقت وياج تي قرض ڏيندا هئا يا سندن زمينون قرض عيوض گروي رکندا هئا. وياج وڌڻ ۽ قرض نه موٽائڻ سبب مسلمانن جون اڪثر زمينون سندن هٿن مان نڪري هندن جي ملڪيت بڻجي ويون. هندو جيئن ته آبادگار نه هئا، تنهنڪري زمين جي آباديءَ لاءِ مسلمان ڪڙمي مقرر ڪندا هئا. ورهاڱي وقت اندازاً 30 لک ايڪڙ زمين هندن جي هٿ ۾ هئي، جيڪا اڳ ۾ مسلمانن جي هئي. بعد ۾ انگريزن کان آزاديءَ ۾ پنهنجي مستقبل مفادن خاطر انهن سيني عنصرن جي باوجود مسلمانن ۾ هندن کي ذهني هم آهنگي پيدا ڪرڻي پئي ۽ مسلمانن ماضيءَ وانگي هندن جي مخالفت وارا جذبا هم آهنگيءَ ۽ رواداريءَ ۾ تبديل ڪيا. نتيجي طور سنڌ جي قانونساز اسيمبليءَ ۾ مسلم ليگ طرفان پاڪستان ناهڻ جو ٺهراءُ منظور ٿيو.

جديد تعليم کان اڳ سنڌ ۾ عورتن جي حقن جو ايترو خيال ڪونه رکيو ويندو هو. مسلمان عورتون مڪمل پردي ۾ ڍڪيل رهنديون هيون ۽ هندو عورتون پڻ محدود دائري اندر پردو ڪنديون هيون. ڇوڪرين جي ننڍپڻ ۾ شادي ڪرائي ويندي هئي. قبائلي علائقن ۾ غيرت جي نالي ۾ قتل ٿيندا هئا، جن جي خلاف انگريزن سخت قانون پاس ڪيا. هندن ۾ عورت جي بيواهه ٿيڻ بعد ٻي شاديءَ وارو سوال ماٺهو اٿاري نه سگهندا هئا ۽ ستيءَ جي ظالماڻي رسم تي عمل ڪيو ويندو هو. ان کي به انگريزن بند ڪرايو. تعليم جو رواج پيو ۽ عام ماڻهن لاءِ تعليم جا دروازا کليا. سماجي تحريڪن سبب شعور پيدا ٿيو ته پوءِ نياڻين جي تعليم تي به ڌيان ڏنو ويو. سماجي تحريڪن ۾ عورتن جي رتبي کي مردن جي برابر هئڻ جو شعور ڏنو ويو جڏهن سنڌ ۾ عورتن لاءِ تعليم جي راهه هموار ٿي ته آزاديءَ جي تحريڪ دوران عورتن جو ڪردار به سامهون آيو جنهن ۾ سنڌي عورتن به حصو ورتو.

مهاتما گانڌيءَ جي لبرل سوچ ۽ ڪراچي ڪانگريس پاران 1930ع ڌاري ڏنل پيغام بعد عورتن جي حقن ۽ برابريءَ واري سوچ کي ڀرپور طاقت ملي. سنڌي عورتن پوءِ رضاڪاراڻا خدمتون ڏنيون ۽ آزادي تحريڪ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. 1934ع ۾ پهرين آل انڊيا وومين ڪانفرنس منعقد ٿي، پيهر 1940ع ۾ اهڙو اجلاس ٿيو سنڌ جائي اڳواڻ جيٺي سپاهيملاڻي سنڌ اسيمبليءَ جي ڊپٽي اسپيڪر چونڊجي آئي. ان کان سواءِ بيگم صغريٰ هدايت الله ۽ ٻين خاتون اڳواڻن جو ڪردا ر به سهڻن جي آڏو نروار آهي.

انگريزن جا آخري سال آزاديءَ جي تحريڪن جي نتيجي ۾ حڪمت عمليون ۽ سازشون ڪندي گذريا. سياسي حالتون ائين وڃي بيهيون، جو سنڌ جي اسيمبلي پهريون قانونساز ادارو هو جنهن پاڪستان جو ٺهراءُ پاس ڪيو ائين 1947ع ۾ سنڌ کي پاڪستان جي هڪ صوبي واري حيثيت ملي.

**قيام پاڪستان ۾ سنڌ جو حصو (پس منظر):** پاڪستان جي قيام جي جدوجهد ۾ سنڌ جيڪو بنيادي، اهم ۽ تاريخي ڪردار ادا ڪيو آهي، ان جي اهميت ۽ افاديت کان انڪار نه ٿو ڪري سگهجي. اها حقيقت آهي ته پاڪستان جي اصلي خالق سنڌ ئي آهي. سنڌ جي مسلمان ليڊرن جي ڪوشش سان اپريل ۽ مئي 1938ع ۾ سنڌ جي صوبائي مسلم ليگ جو قيام عمل ۾ آيو هن شاخ جو صدر شيخ عبدالمجيد سنڌي هو، جيڪو بمبئي وڃي قائداعظم سان مليو، اجازت وٺي آيو شاخ قائم ٿيڻ کانپوءِ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ جلسا ٿيڻ لڳا. شيخ صاحب جو همڪار ۽ مددگار جي ايم سيد هو. 10، 11 ۽ 12 آڪٽوبر 1938ع تي سنڌ مسلم ليگ پاران ڪراچيءَ ۾ هڪ وڏي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي، جنهن جي صدارت قائداعظم ڪئي. ان ڪانفرنس کي پوءِ 'ڪراچي ڪانفرنس' ڪوٺيو ويو. ڪانفرنس ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ هڪ ٺهراءُ پاس ڪيو جنهن ۾ واضح طور مطالبو ڪيو ويو ته جن صوبن ۾ مسلمانن جي اڪثريت آهي، اتي مسلمانن جي حڪومت ناهي وڃي، ته جيئن ٻئي قومون جدا جدا آزاد حڪومتون قائم ڪري سگهن.

ان ڪانفرنس ۾ قائداعظم يادگار تقرير ۾ چيو ته: "مون کي يقين آهي ته سنڌ صوبو هندوستان جي مسلمانن لاءِ هڪ نمونو ٿيندو. ڇاڪاڻ ته هتي جي مسلمانن وڏي بيداريءَ جو ثبوت ڏنو آهي. سنڌ کي جدا صوبي بنائڻ لاءِ مسلم ليگ جيڪي ڪوششون ورتيون، انهن کان اوهان باخبر آهيو جيڪڏهن اوهان پنهنجا اختيار استعمال ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃو ته اوهان جي صوبي جي مسلم ليگ کي حڪومت جي واڳن سنڀالڻ کان ڪا به طاقت روڪي نه ٿي سگهي. هيءَ ڪانفرنس تمام گهڻي ڪامياب وئي ۽ هن ئي ڪانفرنس ۾ هندستان جي ورهاڱي جو بنياد رکيو ويو ان کانپوءِ پاڪستان حاصل ڪرڻ واري فضا تيار ٿيڻ لڳي ۽ جدوجهد شروع ٿي وئي. 27 نومبر 1938ع تي سنڌ مسلم ليگ جي عهديدارن جي باقاعدي چونڊ ٿي ۽ سرحاجي عبدالله هارون صدر ٿيو ۽ جدوجهد مختلف مرحلا طئي ڪندي نيٺ ڪامياب ٿي. آل انڊيا مسلم ليگ، 1940ع ۾ لاهور واري اجلاس ۾ هڪ مطالبو هڪ قرارداد ذريعي منظور ڪرايو ان کانپوءِ 1946ع ۾ ليگ ڪنوينشن دهليءَ هن قرارداد جي وضاحت لاءِ هڪ تجويز منظور ڪئي. اهي ٻئي قراردادون 'مينار پاڪستان' لاهور تي اڪريل آهن. جن جو پس منظر هن ريت آهي:

4 فيبروري 1940ع تي دهلي ۾ ٿيل مسلم ليگ جي مجلس عامله ۽ ڪائونسل جي گڏيل اجلاس ۾ مسلمانن جي ڌار وطن لاءِ سنجيدگيءَ سان غور ڪيو ويو. فيصلو ٿيو ته، ان جي باقاعدي تجويز ايندڙ مهيني مارچ ۾، لاهور ۾ ٿيندڙ ساليانی اجلاس ۾ پيش ٿيندي. 6 فبروري 1940ع تي قائداعظم وائسراءِ هند، لارڊ لينٿگو سان ملاقات ڪئي ۽ سندس اڳيان واضح ڪيو ته، مسلم ليگ پنهنجي لاهور واري عام جلسي ۾، هندستان جي ورهاست جو مطالبو ڪرڻ واري آهي. 23 مارچ 1940ع ۾ قائداعظم جي صدارت ۾ ٿيل ستيتاليهين اجلاس ۾ 'قرارداد لاهور' پيش ڪئي وئي، جيڪا بنگال جي وڏي وزير مولوي ابوالقاسم فضل الحق پيش ڪئي. 24 مارچ 1940ع تي 'قرارداد لاهور' جي عام جلسي ۾ منظوري ڏني وئي. سائين جي ايم سيد، محمد ايوب کهڙو، عبدالمجيد شيخ، خان اورنگزيب خان، سر عبدالله هارون، نواب اسماعيل خان، قاضي محمد عسيٰ، بيگم مولانا محمد علي جوهر، آءِ آءِ چندريگر، مولانا عبدالحامد بدايوني ۽ ٻين ان جي تائيد ڪئي. اها ئي قرارداد بعد ۾ 'قرارداد دهلي' سان شامل ٿي 'قرارداد پاڪستان' جي نالي سان مشهور ٿي.

طئي ڪيو ويو ته آل انديا مسلم ليگ جي اجلاس جي هيءَ گڏيل راءِ آهي ته ڪوبه آئيني منصوبو ايستائين هن ملڪ ۾ عمل لائق ۽ مسلمانن لاءِ قبوليت جوڳو هوندو، جيستائين هنن بنيادي اصولن تي نه جوڙيو وڃي: ”جاگرافيائي طور تي لاڳاپيل وحدتن جي حد بندي اهڙن خِطن ۾ ڪئي وڃي (مناسب علائقائي ڦير ڦار سان گڏ) ته جن علائقن ۾ مسلمانن جي اڪثريت آهي، مثلاً: هندستان جي اترئين، اولاهين ۽ ڏاکڻين حصي جي جوڙجڪ اهڙين 'آزاد رياستن' جي صورت ۾ ڪئي وڃي، جنهن ۾ شامل وحدتون خودمختيار ۽ حاڪميت جو حق رکندڙ هجن. انهن وحدتن ۽ خطن ۾ اقليتن جي مذهبي، ثقافتي، معاشي، سياسي، انتظامي ۽ ٻين حقن ۽ مفادن جو مناسب ۽ موثر تحفظ ۽ انهن جي مشوري سان آئين ۾ وضاحت سان ڪيو وڃي ۽ هندستان جي ٻين حصن ۾ جتي مسلمان اقليت ۾ آهن، انهن جي ۽ ٻين اقليتن جي مذهبي، معاشي، سياسي، انتظامي ۽ ٻين حقن ۽ مفادن جو مناسب، موثر ۽ حڪمي تحفظ انهن جي مشوري سان ۽ آئين ۾ وضاحت سان ڪيو وڃي. وڌيڪ اهو ته هي اجلاس مجلس عامله کي اهو اختيار ڏئي ٿو ته هو انهن بنيادي اصولن مطابق آئين جو هڪ اهڙو منصوبو مرتب ڪن، جنهن جي روشنيءَ ۾ ذڪر ڪيل علائقن کي ڪل اختيار حاصل ٿي وڃن. مثلاً: دفاع، پرڏيهي معاملا، ڳانڍاپي جا وسيلا، ڍل ۽ اهڙا ٻيا معاملا جيڪي ضروري سمجهيا وڃن.“

قرارداد لاهور جي محرڪن ۽ تائيد ڪندڙن جي تقريرن ۾ 'پاڪستان' جو لفظ استعمال نه ڪيو ويو هو ها باقي امجدي بيگم (مولانا محمد علي جوهر جي گهري واريءَ) پنهنجي تقرير ۾ ان کي 'قراردادِ پاڪستان' چيو. اهو به ان ڪري جو چوڌري رحمت عليءَ جي ڪوشش سان لفظ 'پاڪستان' مشهور ٿي چڪو هو ۽ ڪانگريس جي حامي پريس هن لفظ کي طنزيه طور تي ايترو ته اڇاريو جو هي لفظ ازخود هر ماڻهوءَ جي زبان تي اچي ويو.

## سنڌ اسيمبليءَ ۾ 'قرارداد پاڪستان' جي منظوري:

3 مارچ 1943ع تي سنڌ جي قانون ساز اسيمبليءَ پاڪستان جو ٺهراءُ منظور ڪيو جيڪو محترم جي. ايم. سيد پيش ڪيو هو. ان اجلاس ۾ جيڪي ميمبر شريڪ ٿيا هئا، انهن ۾: شيخ عبدالمجيد سنڌي، اڪجي رتنسنگهه سوڍو، علي گوهر خان مهر الله بخش خداداد خان گبول، الله داد خان، امام بخش خان ٽالپر، امير علي ٺارو خان لاهوري، ارباب توگاچي، مير محمد ٽالپر، بنده علي خان ٽالپر، ڊيئل مل دولترام، غلام علي خان ٽالپر، غلام الله خان مير، غلام حسين هدايت الله، غلام محمد اسراڻ، غلام مرتضيٰ شاهه (جي ايم سيد)، غلام نبي شاهه، گوبند رام پريتم داس، گوڪلداس ميولداس، هيمنداس روپچند واڌواڻي، هوسيڪ ليفٽيننٽ ڪرنل ڊبليو بي، هوتچند هيرانند، پيرالاهي بخش، جان محمد جوڻيجو جينو ٻائي جي. الانا، قيصر خان، غلام محمد خان، لولومل ريواچند، ماهن ڪرنل ايچ جي، سيد محمد علي شاهه، محمد ايوب کهڙو محمد هاشم گزدر، نواب غيبي خان چانڊيو، محمد عثمان سومرو، محمد يوسف خان چانڊيو، نهچلداس چتومل وزيراڻي، سيد نور محمد شاهه، پرتاب راءِ، خير سڪداس، رسول بخش خان انڙ، شمس بارڪزئي ۽ سهراب خان سرڪي شامل هئا. ڪارروائي جي شروع ۾ اسيمبليءَ جي ميمبرن واسطيدار وزيرن کان صوبائي مسئلن بابت سوال پڇيا، جن جا هنن جواب ڏنا. جي. ايم سيد اسپيڪر جي اجازت سان پاڪستان جو ٺهراءُ پيش ڪندي چيو ته: ”هي ايوان سرڪار کي سفارش ڪري ٿو ته هز ايڪسيلينسي وائسراءِ جي معرفت، هز مئجسٽيءَ جي سرڪار تائين هن صوبي جي مسلمانن جون خواهشون پهچايون وڃن ته جيئن ته هندستان جا مسلمان هڪ جدا قوم آهن، جن جو مذهب، فلسفو سماجي رسمون، ادب، روايتون، سياسي ۽ اقتصادي نظريا به مختلف آهن، جيڪي هندن کان بلڪل علحده آهن، تنهنڪري کين حق پهچي ٿو ته هڪ قوم ٿي رهن: جن جون پنهنجون آزاد قومي رياستون هجن، جيڪي هندستان جي ننڍي کنڊ جي انهن علائقن مان ناهيون وڃن، جتي اهي (مسلمان) اڪثريت ۾ آهن. تنهنڪري اهي پرزور اعلان ٿا ڪن ته کين اهڙو ڪوبه آئين قبول نه هوندو، جيڪو مسلمانن کي هڪ اهڙي مرڪزي حڪومت هيٺ رکي، جنهن تي ٻيا قابض هجن ۽ جيئن ته ايندڙ وقت ۾ کين پنهنجن اصولن مطابق آزاديءَ سان پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻو پوندو: تنهنڪري هنن لاءِ ضروري آهي ته سندن پنهنجون 'آزاد قومي رياستون' هجن ۽ اهڙيءَ ريت جيڪڏهن هندستان جي مسلمانن کي هڪ مرڪزي حڪومت جي رعيت ڪري رکيو ويو ته ان جي ڪري خوفناڪ ۽ ڏکين نتيجن واري گهرو جنگ يقيني آهي.“ ان ٺهراءَ جي 24 ميمبرن حمايت ڪئي، جڏهن ته صرف ٽن مخالفت، جن ميمبرن مخالفت ڪئي، انهن ۾ راءِ گوڪلداس ميولداس، ڊاڪٽر هيمنداس آر. واڌواڻي ۽ مسٽر لولو مل آر. موٽواڻي شامل هئا. آخرڪار طويل جدوجهد کان پوءِ 14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان جو وجود عمل ۾ آيو *(وڌيڪ ڏسو: 'پاڪستان'، جلد ٽيون ۽ 'تحريڪ پاڪستان'، جلد ٻيو، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا)*

**پاڪستان ٺهڻ بعد سنڌ جي مختصر سياسي تاريخ:**

14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان، برصغير جي ورهاڱي ڪانپوءِ وجود ۾ آيو ۽ سنڌ، پاڪستان جو هڪ صوبو بڻجي ويو. هندستان مان لڏي آيل مسلمانن جو وڏو انگ سنڌ جي شهرن ۾ آباد ٿيو ۽ هتان هندن جو وچولو طبقو لڳ ڀڳ 10 لک جي تعداد ۾ لڏي هندستان هليو ويو. ڪراچي، نواب شاهه ۽ جيڪب آباد ۾ بيورو ڪريسيءَ پاران هٿرادو ڪرايل فسادن ۽ حملن جي ڪري اها لڏپلاڻ عمل ۾ آئي، نه ته سنڌ جا هندو ۽ مسلمان هڪ وڏي عرصي کان هڪٻئي سان ميٺ محبت سان رهندا آيا ۽ ورهاڱي بعد به ٻين صوبن جي مقابلي ۾ سنڌ ۾ خونريز ڪارروايون ڪونه ٿيون.

ورهاڱي بعد پاڪستان توڙي سنڌ صوبي ۾ برطانوي حڪومت وارو قانون رائج رهيو، جنهن هيٺ وفاق ۾ گورنر جنرل، وزيراعظم ۽ وفاقي ڪابينا ۽ صوبن ۾ گورنر، وزيراعليٰ ۽ صوبائي ڪابينا جا نمائندا حڪومتي ڪاروهنوار هلائيندا پئي رهيا آهن. اڳتي هلي وفاق ۾ گورنر جنرل جي عهدي کي ’صدر‘ ۾ تبديل ڪيو ويو.

پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ 15 آگسٽ 1947ع تي وفاق ۾ قائداعظم محمد علي جناح کي ملڪ جو گورنر جنرل ۽ نواب لياقت علي خان کي وزيراعظم مقرر ڪيو ويو.

ساڳئي وقت سنڌ صوبي ۾ به صوبائي حڪومت جو قيام عمل ۾ آيو ۽ سر غلام حسين کي 16 آگسٽ 1947ع تي سنڌ جو گورنر بڻايو ويو، جنهن بعد خانبهادر محمد ايوب کهڙو وڏو وزير ٿيو. هن وڏي وزير جي حيثيت ۾ داخلا، خزاني، پي. ڊبليو. ڊي، سياسي ۽ انتظامي امور جا کاتا پاڻ وٽ رکيا. تعليم، صحت ۽ مڪاني حڪومت پير الاهي بخش، زراعت، خوراڪ ۽ صنعت مير غلام علي خان ٽالپر، روينيو ۽ قانون قاضي فضل الله کي سونپيا ويا. سنڌ جي مسلم ليگي ليڊرن مان سر غلام حسين هدايت الله، خانبهادر کهڙي ۽ يوسف هارون، پاڪستان جي مرڪزي حڪومت جي گاديءَ جي هنڌ لاءِ ڪراچيءَ کي تجويز ڪيو جڏهن ته ٻين ڪيترن ئي اسيمبلي ميمبرن نه صرف اجلاس ۾ ان جي مخالفت ڪئي، پر سڄيءَ سنڌ مان اهڙا نهراءَ پاس ٿيا. سنڌ ڪاليج جي شاگردن مظاهرا به ڪيا. ڪجهه وقت ڪانپوءِ خود خانبهادر کهڙي کي به احساس ٿيو ته ائين ڪرڻ درست ڪونهي. ان ڪري بعد ۾ هن اها مرڪز حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪيو بقول سائين جي ايم سيد جي ته ان وقت گورنر سر غلام حسين، مير غلام علي خان ۽ پير الاهي بخش، خانبهادر کهڙي جي وڏ وزارت تان معزوليءَ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو جن بعد ۾ ڪراچيءَ کي مرڪز جي حوالي ڪيو جنهن ڪانپوءِ سنڌ اسيمبليءَ جا اجلاس اين جي وي هاءِ اسڪول ڪراچيءَ ۾ ۽ حيدرآباد ۾ ٿيندا هئا. ڪراچيءَ جي مرڪز کي ڏيڻ سان هڪ طرف سنڌ کي نقصان پهتو ته ٻئي طرف سنڌي ٻوليءَ کي به وڏو نقصان پهتو سنڌ ۾ هندستان کان آيل مهاجرن جو وڏو انگ آباد ٿي چڪو هو ان وقت [1951ع ۾] سنڌ يونيورسٽيءَ کي حيدرآباد شفٽ ڪرڻ ڪانپوءِ ڪراچي يونيورسٽي قائم ڪئي وئي، جنهن سنڌي ٻوليءَ کي [امتحاني زبان طور] خارج ڪيو سنڌي ميڊيم اسڪول بند ٿيا. قائداعظم اردوءَ کي اڳ ئي قومي ٻوليءَ بنائڻ جو اعلان ڪري چڪو هو آخرڪار کهڙي جي ڪابينا کي 28 اپريل 1948ع تي گورنر جنرل محمد علي جناح جي حڪم تي ختم ڪيو ويو پير الاهي بخش ۽ مير غلام علي بدستور وزير رهيا.

3 مئي 1948ع تي پير الاهي بخش وڏو وزير ٿيو سياسي ۽ انتظامي معاملن واري وزارت سميت گهرو کاتو قانون ۽ تعليم وارا کاتا پاڻ وٽ رکيائين. سندس ڪابينا ۾ مير غلام علي (روينيو ۽ پي. ڊبليو. ڊي)، سيد ميران محمد شاهه (خزانه، صحت، مڪاني حڪومت ۽ مهاجرن جي آبادڪاري) ۽ محمد علي شيخ (خوراڪ، سول سپلائيز، زراعت، صنعت ۽ محنت) شامل هئا. پير الاهي بخش سنڌ ۾ اردو تعليم لازمي ڪئي ۽ ڪراچي مرڪز حوالي ڪئي. 1946ع جي چونڊن ۾ ٿيل ڌانڌلين جي سلسلي ۾ جي. ايم. سيد پاران پيش ڪيل اليڪشن پٽيشن جي نتيجي ۾ پير الاهي بخش ۽ قاضي محمد اڪبر تي چونڊن ۾ بدعنوانيون ڪرڻ جو ڏوهه ثابت ٿيو هو پير الاهي بخش کي اليڪشن ٽربيونل طرفان، ڪنهن نمائنده عهدي تي رهڻ لاءِ نااهل قرار ڏنو ويو. ان ڪري پير الاهي بخش 4 فيبروري 1949ع تي استعيفا ڏني ۽ سندس ڪابينا جو هڪ وزير شيخ محمد اعظم وفات ڪري چڪو هو، جنهنڪري سموري ڪابينا 18 فيبروري 1949ع تي استعيفا ڏئي ڇڏي.

ان ڪانپوءِ مرڪز جي اشاري تي يوسف هارون حڪومت ٺاهي وڏو وزير ٿيو. هن خزاني، سياسي ۽ انتظامي معاملن وارا کاتا پاڻ وٽ رکيا. سندس ڪابينا ۾ قاضي فضل الله (داخلا، قانون، تعليم، مڪاني حڪومت ۽ صحت)، سيد ميران محمد شاهه (روينيو ۽ مهاجر آبادي)، مير بنده علي خان ٽالپر (پي. ڊبليو. ڊي) ۽ سيد نور محمد شاهه (خوراڪ، سول سپلائيز ۽ صنعت) شامل هئا. سندس اها ڪابينا گهڻو وقت هلي نه سگهي ۽ ٻيهر نئين ڪابينا چونڊي وئي، جنهن ۾ يوسف هارون وڏي وزير جي حيثيت ۾ سياسي ۽ انتظامي معاملا، داخلا ۽ قانون وارين وزارتن جا قلمدان پاڻ سنڀاليا. ٻين ميمبرن مان مير غلام علي خان ٽالپر (روينيو)، ميران محمد شاهه (پي. ڊبليو ڊي ۽ مهاجر آبادڪاري)، خانبهادر حاجي مولابخش (تعليم، خوراڪ ۽ صنعت) ۽ رحيم بخش سومري (صحت، زراعت ۽ مڪاني حڪومت) کي کاتا ڏئي ڪابينا ۾ شامل ڪيو ويو حاجي مولابخش ۽ رحيم بخش سومري 20 جنوري 1950ع تي استعيفا ڏني، سندن جاءِ تي قاضي فضل الله ۽ آغا غلام نبي پٺاڻ کي وزير مقرر ڪيو ويو پر هيءَ ڪابينا به گهڻو وقت هلي نه سگهي ۽ 8 مئي 1950ع تي مستعفي ٿي.

تاريخ 8 مئي 1950ع تي قاضي فضل الله حڪومت ٺاهي، وڏي وزير جي حيثيت ۾ قانون، گهرو کاتي، سياسي ۽ انتظامي معاملن وارن کاتن جا قلمدان پاڻ سنڀاليا. سندس ڪابينا ۾ غلام علي ٽالپر (روينيو مڪاني حڪومت ۽ امداد باهمي)، سيد ميران محمد شاهه (پي. ڊبليو ڊي ۽ مهاجر آبادڪاري) ۽ غلام نبي پٺاڻ (تعليم، صحت،

خوراڪ ۽ زراعت) شامل رهيا. قاضي فضل الله جي ڪابينا 24 مارچ 1951ع تي استعيفا ڏني.

قاضي فضل الله جي استعيفا سان محمد ايوب کهڙي هڪ ڀيرو ٻيهر حڪومت ٺاهي ۽ انتظامي امور، خزاني، لوئر سنڌ بئراج ۽ اطلاعات کاتا پاڻ وٽ رکيا. سندس ڪابينا ۾ قاضي فضل الله (داخلا، قانون ۽ صنعت)، مير غلام علي ٽالپر (روينيو، مڪاني حڪومت ۽ امداد باهمي)، سيد ميران محمد شاهه (پي. ڊبليو ڊي ۽ مهاجر آبادڪاري) ۽ آغا غلام نبي پٺاڻ (تعليم، صحت، خوراڪ ۽ زراعت) جا وزير بڻيا. 30 ڊسمبر 1951ع تي گورنر سنڌ اسيمبليءَ کي معطل ڪيو ۽ 1952ع جي دوران صوبائي انتظام گورنمينٽ آف انڊيا ايڪٽ جي سيڪشن 92- الف تحت سنڌيءَ طرح گورنر جي سپرد رهيو.

ان ڪانپوءِ سنڌ ۾ عام چونڊون ڪرايون ويون، جنهن ۾ عبدالستار پيرزادو ليڊر آف دي هائوس ۽ وڏو وزير چونڊيو ويو. جنهن داخلا، قانون، لوئر سنڌ ملازمتون، سياسي ۽ انتظامي امور جا ڪاتا پاڻ وٽ رکيا. سندس وزارت ۾ شامل وزيرن ۾ قاضي محمد اڪبر (ماليات، تعليم ۽ امداد باهمي)، خان صاحب غلام رسول ڪيهر (زراعت ۽ خوراڪ)، پير علي محمد شاهه راشدي (روينيو ۽ صحت)، مير علي نواز خان ٽالپر (مڪاني حڪومت، آبڪاري ۽ ٻيلا)، قاضي عبدالمنان (پي. ڊبليو ڊي)، حامد حسين فاروقي (صنعت ۽ محنت) ۽ رحيم بخش سومرو (مهاجر آبادڪاري ۽ ترقيات) هئا. بعد ۾ پير علي محمد راشدي ۽ قاضي محمد اڪبر جي غير مطمئن ڪندڙ ڪارڪردگيءَ سبب ڪانئن قلمدان واپس ورتا ويا. ان ڪري ڪابينا جي پڻ ٻيهر تشڪيل ڪئي وئي، ان سان گڏ وزيرن جو اضافو به ڪيو ويو ۽ صلاحڪار مقرر ڪيا ويا. پيرزادي عبدالستار وڏي وزير جي حيثيت ۾ داخلا، قانون، ملازمتون، سياسي ۽ انتظامي امور ۽ لوئر سنڌ ڪاتا پاڻ وٽ رکيا. ٻين وزيرن ۾ مير علي نواز ٽالپر (روينيو)، رحيم بخش سومرو (صنعت ۽ محنت)، مير بنده علي خان ٽالپر (خزانه)، حامد حسين فاروقي (زراعت)، سيد نور محمد شاهه (خوراڪ ۽ سول سپلائيز)، مير امام بخش ٽالپر (مهاجر آبادڪاري ۽ ترقيات)، قاضي عبدالمنان (پي. ڊبليو ڊي)، سيد غلام حيدر شاهه (تعليم)، احمد خان راڄپر (ٻيلا)، حاجي نجم الدين سريوال (آبادڪاري) ۽ محمد يوسف چانڊيو (مڪاني حڪومت ۽ امداد باهمي) شامل هئا. انهن کانسواءِ حافظ مبارڪ علي شاهه، سعيد الدين صالح ۽ سيد مهر علي شاهه صلاحڪار بڻيا.

ان ئي سال گورنر جنرل، اوڀر پاڪستان جي صوبن ۽ رياستن کي ملائي هڪ انتظامي يونٽ ٺاهڻ لاءِ چرپر ڪئي. تڏهن ان جي مخالفت ۾ سنڌ ۾ 'سنڌ يوٽ فرنٽ' قائم ٿيو ان دوران ئي ذوالفقار علي ڀُٽي، پاڪستان جي آئيني مسئلن بابت هڪ ڪتابچو لکيو جنهن ۾ ون يونٽ کي متحده پاڪستان لاءِ خطرو قرار ڏنائين. ننڍن صوبن جي عوام ۽ سياسي اڳواڻن خاص ڪري جي ايم سيد، حيدر بخش جتوئي، قاضي فيض محمد ۽ سنڌ جي ادبي حلقي، ون يونٽ جي مخالفت ڪئي. سنڌ ۾ پيرزاده حڪومت ون يونٽ جي ڪليل مخالفت ڪئي، ان ڪري پيرزادي جي حڪومت کي مرڪز جي اشاري تي ختم ڪيو ويو.

محمد ايوب کهڙي، ون يونٽ جي حمايت ڪندي، 9 نومبر 1954ع تي سنڌ حڪومت ٺاهي. هن وڏي وزير جي حيثيت ۾ ملازمتون، سياسي ۽ انتظامي امور، داخلا، خزاني، قانون ۽ لوئر سنڌ جا ڪاتا پاڻ وٽ رکيا. پير علي محمد راشدي (روينيو پبلڪ هيلٿ ۽ اطلاعات)، حاجي مولا بخش سومرو (صنعت، محنت، آبڪاري ۽ مقامي حڪومت) ۽ سيد نور محمد شاهه (زراعت ۽ خوراڪ) سندس ڪابينا ۾ شامل ڪيا ويا. هن جي وڏوزارت دوران سنڌ اسيمبليءَ جا ٻه اجلاس حيدرآباد جي ڊپٽي ڪمشنر هال ۾ ٿيا. 1954ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر غلام علي خان ٽالپر ٿيو. خانبهادر محمد ايوب کهڙي 11 ڊسمبر 1954ع تي دربار هال حيدرآباد ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو اجلاس گهرائي ون يونٽ جو ٺهراءُ پاس ڪيو. ان اجلاس جي شروع ٿيڻ کان اڳ سنڌ اسيمبلي جي اسپيڪر مير غلام علي ٽالپر کي گرفتار ڪري ملنءَ ۾ نظربند ڪيو ويو جيئن اجلاس ۾ ون يونٽ واري ٺهراءَ جي مخالفت کان ڪيس روڪجي. پوءِ ان اِجلاس جي صدارت پير قربان علي شاهه ڪئي. قاضي محمد اڪبر کي ون يونٽ جي حق ۾ ووٽ ڏيڻ ڪري وزير بڻايو ويو 11 ڊسمبر واري اجلاس ۾ اسيمبليءَ جي 108 ميمبرن مان 102 ميمبرن شرڪت ڪئي، جن مان 98 ميمبرن ون يونٽ جي حق ۾ ۽ چئن ميمبرن مخالفت ۾ ووٽ ڪيو. ون يونٽ جي مخالفت ۾ ووٽ ڪندڙن ۾: عبدالحميد خان جتوئي، غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي، پير الاهي بخش ۽ خورشيد احمد شيخ شامل هئا.

ان ڪانپوءِ 14 آڪٽوبر 1954ع ۾ ونيونٽ لاڳو ڪري، 1955ع ۾ ون يونٽ تحت مغربي پاڪستان صوبو بڻايو ويو سنڌ، بلوچستان، پنجاب ۽ سرحد جي صوبائي حيثيت ختم ڪئي وئي. (وڌيڪ ڏسو: ون يونٽ ۽ ان خلاف تحريڪ)، جنهن لاءِ سنڌ صوبائي اسيمبليءَ مان چونڊون ڪرايون ويون، ون يونٽ جا ڪيترائي مخالف اڳواڻ هٽ وٺي هارايا ويا. 1956ع ۾ پير علي محمد شاهه راشدي مرڪز ۾ وزير ٿيو ۽ خانبهادر محمد ايوب کهڙو مغربي پاڪستان ۾ روينيو وزير بڻيو جلد ڊاڪٽر خان صاحب وزارت ٺاهي، جنهن ۾ پيرزادو عبدالستار قانون ۽ خزاني جو وزير بڻيو ۽ قاضي فضل الله، ورڪس، بجلي ۽ پي. ڊبليو ڊي جو وزير ٿيو ون يونٽ دؤر ۾ ٻيا ڪيترائي مختلف وقتن تي وزير ٿيا، جن ۾: ممتاز حسين قزلباش، آغا غلام نبي پٺاڻ، مير علي احمد خان ٽالپر،حاجي نجم الدين سريوال، مير علي نواز ٽالپر ۽ راٺو چندر سنگهه شامل هئا. ان ڪانپوءِ 24 آڪٽوبر 1958ع تي مارشل لا لاڳو ٿيو جنرل ايوب خان طرفان مغربي پاڪستان صوبائي حڪومت ۾ بنيادي جمهوريت جي نظام هيٺ 1962ع کان 1969ع تائين عبدالقادر سنجراڻي، در محمد اوستو، محمد خان جوڻيجو غلام نبي ميمڻ، آخوند الله بچايو ۽ قاضي فضل الله ٻيا وزير رهيا. 11 سالن ڪانپوءِ 25 مارچ 1969ع تي جنرل ايوب خان

جي جاءِ تي جنرل يحيٰيٰ خان مارشل لا لڳائي ملڪ جو صدر بڻيو جنهن 1 جولاءِ 1970ع تي ون يونٽ ختم ڪري اڳوڻا صوبا بحال ڪيا ۽ ڪراچيءَ کي سنڌ جي صوبائي گاديءَ جو درجو مليو.

ملڪ ۾ پهريون ڀيرو بالغ راءِ جي اصول تي 7 ڊسمبر 1970ع ۽ 17 ڊسمبر 1970ع تي قومي ۽ صوبائي اسيمبلين جون چونڊون ٿيون. مشرقي پاڪستان ۾ عوامي ليگ جي سربراهه شيخ مجيب الرحمان اڪثريت سان ڪامياب ٿيو پر کيس حڪومت ٺاهڻ نه ڏني وئي. بنگال ۾ ون يونٽ خلاف تحريڪ، بنگالي قومي ٻولي تحريڪ ۽ 1971ع واري جنگ ۾ هندستان جي مدد ملڻ جي نتيجي ۾ بنگلاديش آزاد ملڪ جي حيثيت ۾ وجود ۾ آيو. بنگال جي ڌار ٿيڻ ڪانپوءِ باقي رهيل پاڪستان ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي چيئرمئن **ذوالفقار علي ڀٽي**، 20 ڊسمبر 1971ع تي ملڪ جي صدر ۽ سِول مارشل لا ائڊمنسٽريٽر جو عهدو سنڀاليو. 24 ڊسمبر 1971ع تي **ممتاز علي ڀٽو** سنڌ جو گورنر ۽ مارشل لا ائڊمنسٽريٽر ٿيو. سنڌ جي گورنر ممتاز علي ڀٽي 3 ڊسمبر 1972ع تي 8 صلاحڪار مقرر ڪرڻ جو اعلان ڪيو. مکيه صلاحڪارن ۾ مير رسول بخش خان ٽالپر، محمد خان سومرو، عبدالوحيد ڪٽپر، ايم. پي. اي قاسم حاجي عباس پٽيل، ايم. اين. اي سيد قائم علي شاهه، ايم. اين. اي عبدالستار گبول ۽ ايم. اين. اي مخدوم محمد امين فهيم ۽ قومي اسيمبليءَ جي ميمبرن مان مير اعجاز علي ٽالپر کي مقرر ڪيو ويو. صدر پاڪستان ذوالفقار علي ڀٽي 14 اپريل 1972ع تي قومي اسيمبليءَ جو اجلاس سڏرايو. جنهن ۾ صدارتي تقرير ڪندي واعدو ڪيو ته جيڪڏهن 17 اپريل 1972ع تائين عبوري آئين پاس ڪيو ويو ته 21 اپريل 1972ع تي مارشل لا ختم ڪيو ويندو. پوءِ 17 اپريل 1972ع تي قومي اسيمبليءَ صدر تي اعتماد ڪيو ۽ عبوري آئين پاس ڪيو ۽ ذوالفقار علي ڀٽي 21 اپريل 1972ع تي راولپنڊيءَ جي عام جلسي ۾ نئين آئين تحت حلف کنيو ۽ مارشل لا ختم ڪئي وئي. عبوري آئين تحت 2 مئي 1972ع تي صوبائي اسيمبلين جا اجلاس گهرايا ويا. جيئن چونڊيل نمائندن تي مشتمل وزارتون ٺاهيون وڃن. 29 اپريل 1972ع تي ممتاز ڀٽي کي سنڌ جي گورنريءَ تان هٽائي **مير رسول بخش ٽالپر** کي مقرر ڪيو ويو. ون يونٽ ۽ مارشل لا جي خاتمي ڪانپوءِ سنڌ اسيمبليءَ جو پهريون اجلاس 2 مئي 1972ع تي سنڌ اسيمبلي بلڊنگ ڪراچيءَ ۾ ٿيو. ان اجلاس ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي 62 ميمبرن مان 61 ميمبرن شرڪت ڪئي. هڪ ميمبر سيد نور محمد شاهه جي وفات سبب هڪ سيٽ خالي ٿي چڪي هئي. ميمبرن کي گورنر سنڌ مير رسول بخش ٽالپر قسم کڻايو جن مان 47 ميمبرن سنڌيءَ ۾ ۽ 13 ميمبرن اردوءَ ۾ قسم کنيو. مير رسول بخش ٽالپر ان وقت گورنر هجڻ ڪري قسم نه کنيو. پيپلز پارٽي اتحادي ميمبرن سان گڏجي سنڌ ۾ حڪومت ٺاهي، **ممتاز علي ڀٽو** سنڌ جو وزيراعليٰ چونڊيو ويو. گورنس اسپيڪر جي چونڊ ٿيڻ تائين سيد عبدالله شاهه ايم. پي. اي کي چيئرمئن مقرر ڪيو جنهن اسپيڪر جي چونڊ ڪرائي ۽ اڪثريت راءِ سان خان صاحب غلام رسول ڪيهر کي اسپيڪر چونڊيو ويو. ان ڪانپوءِ ٻئي ڏينهن واري اجلاس ۾ اتفاق راءِ سان سيد عبدالله شاهه کي سنڌ اسيمبليءَ جو ڊپٽي اسپيڪر چونڊيو ويو.

22 ڊسمبر 1973ع تي **غلام مصطفيٰ جتوئيءَ** کي سنڌ جو وزير اعليٰ مقرر ڪيو ويو جنهن جو واسطو پيپلز پارٽيءَ سان هو. جڏهن ته اسيمبليءَ جو اسپيڪر غلام رسول خان ڪيهر ئي رهيو.

1977ع وارين چونڊن ٿيڻ ڪانپوءِ 31 مارچ 1977ع تي سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر آغا صدر الدين درانيءَ ٿيو پر جلد ئي جنرل ضياالحق جي مارشل لا بعد اها اسيمبلي ٽوڙي وئي.

5 جولاءِ 1977ع تي جنرل ضياءَ چونڊيل حڪومت تي راتاهو هڻي ذوالفقار علي ڀٽي کي معزول ڪري قيد ڪيو ۽ مرڪزي اسيمبليءَ ۽ ٻين صوبائي اسيمبلين سميت سنڌ اسيمبليءَ کي پڻ ختم ڪيو. ان دوران سنڌ اسيمبليءَ جي عمارت سيڪريٽريٽ جي ڪئمپ آفيس طور ڪتب آندي وئي. 1985ع ۾ جنرل ضياءَ ريفرنڊم ذريعي پاڻ کي صدر منتخب ڪرائڻ بعد چونڊون ڪرايون ۽ ٻيهر اسيمبلي بحال ٿي ۽ ڊڪٽيٽرشپ جي ڇانوَ ۾ ڪابينائون جڙيون.

ان وچ ۾ مارچ 1984ع ڌاري 'مهاجر قومي موومينٽ' (ايم ڪيوايم) جو بنياد پيو جيڪا 1978ع ۾ مهاجر شاگردن جي جوڙيل تنظيم 'آل پاڪستان مهاجر اسٽوڊنٽ آرگنائيزيشن' (APMSO) طور وجود ۾ آئي هئي. اڳتي هلي ايم ڪيوايم 1997ع ۾ تنظيم کي 'متحده قومي موومينٽ' جو نالو ڏنو. تنظيم مان ڌار ٿيندڙ گروپ ايم ڪيوايم (حقيقي) وارن 'مهاجر' لفظ برقرار رکيو. تنظيمي اختلافن سبب ايم ڪيوايم جا ٻه ڌڙا 'متحده' ۽ 'حقيقي' جي نالي سان سرگرم رهندا آيا آهن. مختلف حڪومتي دورن ۾ 1988ع کان اڄ تائين ايم ڪيوايم (الطاف گروپ) سنڌ حڪومت جو حصو رهندي آئي آهي.

اپريل 1985ع تي **غوث علي شاهه** سنڌ جو وڏو وزير ۽ عبدالله حسين هارون 21 مارچ 1985ع کان اپريل 1985ع تائين اسپيڪر رهيو. ان ڪانپوءِ 11 اپريل 1988ع تي **اختر علي جي. قاضي** وزيراعليٰ ٿيو ۽ تنهن وقت اسيمبليءَ جو اسپيڪر سيد مظفر حسين شاهه رهيو. جنرل ضياء الحق جي جهاز حادثي ۾ مارجي وڃڻ بعد پيپلز پارٽي چونڊون کٽي آئي ۽ ڊسمبر 1988ع ۾ بينظير ڀٽو وزيراعظم بڻي ۽ سنڌ ۾ سيد **قائم علي شاهه** وڏو وزير ۽ سيد عبدالله شاهه اسپيڪر چونڊيا ۽ پيپلز پارٽيءَ جي وزيرن جي ڪابينا ٺهي. ان ڪابينا ۾ ڪجهه مهينا، ايم ڪيوايم به شامل هئي. ان ڪانپوءِ سيد قائم علي شاهه کي هٽايو ويو ۽ 25 فبروري 1990ع کان 6 آگسٽ 1990ع تائين **آفتاب شعبان ميراڻي** سنڌ جو وڏو وزير رهيو ۽ اسيمبليءَ جو اسپيڪر سيد عبدالله شاهه ئي برقرار رهيو. 1990ع ۾ صدر غلام اسحاق خان، بينظير ڀٽو جي حڪومت جو خاتمو آندو ۽ صوبن اندر نگران حڪومتون نافذ ڪيون ۽ 6 آگسٽ 1990ع تي **ڄام صادق** سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيو بعد ۾ چونڊ کٽي اسيمبليءَ مان

پاڪستان ٺهڻ بعد سنڌ جي تاريخ

وزيراعليٰ چونڊيو. ان وقت اسيمبليءَ جو اسپيڪر عبدالرزاق خان (ايم ڪيو ايم سان واسطيدار) هو.

1992ع ۾ جام صادق علي خان جي وفات بعد 6 مارچ 1992ع تي **سيد مظفر حسين شاهه** وزيراعليٰ مقرر ٿيو. 1993ع ۾ ٻيهر نگران حڪومتون جڙيون ته 19 جولاءِ 1993ع تي **سيد مدد علي شاهه** نگران وزيراعليٰ ٿيو. ان دوران اسيمبليءَ لاءِ چونڊون ٿيون 1992ع کان 1994ع دوران ٻوليءَ وارن فسادن جي پسمنظر ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ فوجي آپريشن به ٿيا. جنهن ۾ ايم ڪيو ايم جا ڪيترا همدرد ۽ عهديدار مختلف الزامن هيٺ گرفتار ٿيا. رتوڇاڻ به ٿي. تنظيم جي سربراهه الطاف حسين کي ملڪ ڇڏڻو پيو ۽ هن انگلنڊ ۾ وڃي پناهه ورتي. 1993ع وارين چونڊن جو ايم ڪيو ايم بائيڪاٽ ڪيو هو. تنهن هوندي به انهن 23 صوبائي تڪن تي ڪاميابي ماڻي، جڏهن ته پ پ 56 سيٽون حاصل ڪيون ۽ حڪومت ٺاهي. سنڌ اسيمبليءَ مان **سيد عبدالله شاهه** وڏو وزير ۽ غوث بخش خان مهر اسپيڪر چونڊيا ويا. 1996ع ۾ مرتضيٰ ڀٽي جي شهادت بعد سندس ڀيڻ بينظير ڀٽو جي حڪومت کي ڌڪڪو رسيو. صدر فاروق لغاريءَ پاران مرڪز ۾ اسيمبلي معطل ڪري بينظير ڀٽو کي معزول ڪرڻ سان سنڌ اسيمبلي به ٽوڙي وئي ۽ ممتاز ڀٽو نگران وزيراعليٰ مقرر ٿيو. فيبروري 1997ع ۾ مسلم ليگ (ن) سنڌ ۾ حڪومت ٺاهي ۽ **لياقت علي جتوئي** سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ٿيو. 1997ع وارين چونڊن ۾ ايم ڪيو ايم بائيڪاٽ ڪيو هو. ان عرصي ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر نواب مرزا (ايم ڪيو ايم) رهيو. ان حڪومت کي 12 آڪٽوبر 1999ع تي چيف آف آرمي اسٽاف جنرل پرويز مشرف اسيمبليون ٽوڙي مارشل لا لاڳو ڪئي ۽ سنڌ اسيمبلي معطل رهي. مشرف دور ۾ مڪاني حڪومتن جو نظام به لاڳو رهيو. 2001ع وارين مڪاني چونڊن ۾ ايم ڪيو ايم بائيڪاٽ ڪيو. سنڌ جي ضلعن ۾ مختلف پارٽين جا حمايت يافتا ضلعي ناظم چونڊجي آيا، جڏهن ته ڪراچيءَ جي ميئرشپ جماعت اسلاميءَ جي نعمت الله خان کي ملي. 2005ع کان 2009ع تائين ڪراچيءَ جو ميئر ايم ڪيو ايم جو مصطفيٰ ڪمال رهيو. ٻنهي جي ميئرشپ واري عرصي ۾ ڪراچيءَ ۾ ڪيترائي ترقياتي ڪم ٿيا. سنڌ جي ضلعن اندر تعلقي ۽ يونين ڪائونسل سطح جي ناظمن ذريعي عوامي سهولتن جا ڪافي ڪم ٿيا. 2002ع ۾ مشرف جي صدارتي دور ۾ نيون اسيمبليون چونڊجي آيون ۽ 17 ڊسمبر 2002ع تي سنڌ اسيمبليءَ مان **علي محمد مهر** سنڌ جو وڏو وزير چونڊيو. جنهن جي استعيفا کانپوءِ **ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم** وزيراعليٰ ٿيو. ان دوران سيد مظفر حسين شاهه سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر رهيو. ان عرصي ۾ ايم ڪيو ايم (متحده) وڌيڪ مضبوط ٿي، صدر مشرف طرفان مقرر ٿيل گورنر (**عشرت العباد**) به ايم ڪيو ايم جو حمايتي چونڊيو ويو. سنڌ ڪابينا ۾ به ايم ڪيو ايم اهم وزارتون ماڻيون. ڊسمبر 2004ع کان اڳ سنڌ ۾ 16 ضلعا هئا. **ارباب غلام رحيم** جي وڏ وزارت دوران 14 ڊسمبر 2004ع تي هڪ نوٽيفڪيشن ذريعي لاڙڪاڻي، جيڪب آباد ۽ دادو ضلعن کي ٽوڙي چار نوان ضلعا: **قمبر ڪشمور، جامر شورو** ۽ **عمرڪوٽ** ۽ ٿرپارڪر ٺاهڻ جو اعلان ڪيو ويو. سياسي ڌرين ان عمل پٺيان ووٽ بئنڪ جو سبب ڄاڻايو. قمبر ۽ **شهدادڪوٽ** جي رهواسين ضلعي جي نالي بابت الڳ الڳ مهمون هلايون. اهڙن مظاهرن ۾ چڪتاڻ سبب فائرنگ ۾ ڪجهه شهري پڻ مارجي ويا هئا. تنهنڪري ضلعي جو نالو **قمبر- شهدادڪوٽ** رکيو ويو. هوڏانهن ڪشمور ضلعي کي **ڪشمور-ڪنڌڪوٽ** ضلعي جو نالو ڏنو ويو. ٻئي طرف دادوءَ مان **جامر شورو** الڳ ڪرڻ خلاف به مقامي ماڻهن مظاهرا ڪيا هئا. اڳتي هلي اپريل 2005ع ۾ ايم ڪيو ايم جي تجويز تي صدر پرويز مشرف جي هدايتن تي حيدرآباد ضلعي کي به سياسي ۽ لساني بنيادن تي ٽوڙي ٽي نوان ضلعا: **مٽياري، ٽنڊو الهيار** ۽ **ٽنڊو محمد خان** ٺاهڻ جو نوٽيفڪيشن جاري ڪيو ويو. سنڌ جي سياسي ڌرين ان فيصلي جي مخالفت ڪئي. ساڳئي عرصي ۾ ڪراچيءَ جا ٻيٽ: ٻنڊار ۽ ڏنگي پڻ دبئيءَ جي هڪ ڪاروباري ڪمپنيءَ کي وڪڻڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، پر سنڌ جي ماڻهن جي احتجاج سبب اهو فيصلو ملتوي ڪيو ويو. 9 جون 2007ع تي صوبائي اسيمبلين جي مدي ختم ٿيڻ بعد سنڌ اسيمبلي به ٽوڙي وئي ۽ **عبدالقادر هاليپوٽو** نگران وزيراعليٰ ٿيو. 2008ع ۾ جيئن سنڌ اسيمبلي چونڊجي آئي ته پيپلز پارٽيءَ واضح اڪثريت سان حڪومت ٺاهي، جنهن ۾ **سيد قائم علي شاهه** کي سنڌ جو وڏو وزير، نثار کهڙي کي سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر ۽ شهلا رضا کي ڊپٽي اسپيڪر چونڊيو ويو. جنهن حڪومت چونڊيل اسيمبليءَ طور پهريون ڀيرو پنهنجو آئيني مدو پورو ڪيو. ايم ڪيو ايم 2008ع وارين چونڊن ۾ صوبي جون 52 سيٽون حاصل ڪيون ۽ سنڌ حڪومت جو حصو بڻي هئي. ان وچ ۾ ڪن سياسي اختلافن سبب بائيڪاٽ ڪندي ايم ڪيو ايم. وارا مخالف ڌر ۾ به ويٺا. بعد ۾ پ پ قيادت ڪين ڳالهين ذريعي ڪابينا ۾ واپس آندو. 2008ع ۾ نوابشاهه ضلعي جو نالو تبديل ڪري '**شهيد بينظيرآباد**' رکيو ويو. بينظير ڀٽو جي نالي سان نوابشاهه ٽوڙي ڪراچيءَ جي لياريءَ واري علائقي ۾ يونيورسٽيون پڻ قائم ڪيون ويون. 'سنڌ بئنڪ' جو بنياد وڌو ويو. صوبي اندر 'بينظير ڀٽو شهيد يوٿ ڊيولپمينٽ' پروگرام تحت بيروزگارن ۽ شاگردن لاءِ وظيفي ۽ ٽيڪنيڪي تربيت جو پروگرام پڻ جاري ڪيو ويو. ٿر ۾ موجود ڪوئلي جي ذخيرن تي ڪم شروع ڪيو ويو. ٺٽي ڀرسان '**ذوالفقارآباد**' نالي نئون شهر قائم ڪرڻ جي رٿا ٺاهي وئي. ان حڪومتي عرصي ۾ پ پ طرفان مڪاني حڪومت جو 'سنڌ پيپلز لوڪل گورنمينٽ آرڊيننس' پاس ڪيو ويو. جنهن ۾ 'ميٽرو پوليٽن ڪارپوريشن' جو قيام ٿيو ۽ ڪجهه اختيار مڪاني حڪومتن کي منتقل ڪيا ويا. ڪمشنري نظام پڻ بحال ڪيو ويو. لوڪل گورنمينٽ آرڊيننس تي پ پ مخالف سياسي پارٽين ۽ قومپرست ڌرين اهو موقف رکندي سخت احتجاج ڪيا ته ڪراچي ۽ سنڌ جي ضلعن ۾ مختلف نظام حڪومت لاڳو ٿيڻ سنڌ جي وحدت جي مفاد ۾ نه آهي.

نيڻ ان کي واپس ورتو ويو. 11 مئي 2013ع تي سنڌ اسيمبليءَ جون عام چونڊون ٿيون، جنهن ۾ سنڌ جي ڪجهه قومپرست سوچ رکندڙ ڌرين به چونڊن ۾ ڀرپور حصو ورتو. اليڪشني نتيجي طور پيپلز پارٽي هڪ دفعو ٻيهر چونڊن ۾ اڪثريت سان کٽي آئي ۽ ٻيهر حڪومت سازي ڪندي وزيراعليٰ **سيد قائم علي شاهه**، اسپيڪر آغا سراج دراني، ڊپٽي اسپيڪر شهلا رضا منتخب ٿيا. ان حڪومت ۾ به ايم ڪيو ايم سنڌ حڪومت جو حصو رهي، ڪجهه عرصو رٺل رهي، بعد ۾ ٻيهر ڪابينا جو حصو بڻي. چونڊن بابت قومپرست ڌرين پاران ڌانڌلين جي نشاندهي ڪندي احتجاج به ڪيو، پر اليڪشن ڪميشن ڪامياب ميمبرن جا نوٽيفڪيشن ڪڍي نئين چونڊيل اسيمبليءَ جو اعلان ڪيو. 2013ع وارين چونڊن کانپوءِ پ پ حڪومت ۾ سجاول نئين ضلعي ٺهڻ سميت ڪراچيءَ ۾ پڻ نوان ضلعا ٺاهيا ويا. هن وقت مجموعي طور سنڌ ۾ 29 ضلعا آهن، جن ۾ ڪراچيءَ جا 6 ضلعا به شامل آهن. (ڏسو ص: نمبر17، 'سنڌ')

## پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سنڌ جا گورنر:

(1) **سر غلام حسين هدايت الله:** سر غلام حسين هدايت الله، 14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان جي قيام وقت سنڌ جو پهريون گورنر مقرر ٿيو. هن سنڌ جي هندن جون ڇڏيل نوڪريون ۽ ملڪيتون هندستان مان آيل مهاجرن جي حوالي ڪيون. سر غلام حسين هدايت الله 4 آڪٽوبر 1948ع تي ڪجهه وقت بيمار رهڻ کانپوءِ وفات ڪئي. کيس ڪراچيءَ جي پراڻي عيدگاهه ۾ دفن ڪيو ويو.

(2) **جسٽس دين محمد شيخ:** 4 آڪٽوبر 1948ع تي سنڌ جي سر غلام حسين هدايت الله جي وفات کانپوءِ جسٽس دين محمد شيخ کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو، جنهن 7 آڪٽوبر 1948ع تي پنهنجي عهدي جو حلف کنيو.

(3) **ميان امين الدين:** 12 نومبر 1952ع تي جڏهن سنڌ جي گورنر جسٽس دين محمد گورنر جنرل کي ڇئن مهينن جي موڪل جي درخواست پيش ڪئي، ته ان جي سرڪاري طور منظوريءَ کانپوءِ بلوچستان صوبي سان واسطو رکندڙ ميان امين الدين کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو، جنهن 19 نومبر 1952ع تي پنهنجي عهدي جو حلف کنيو.

(4) **جارج ڪانسٽينٽائين:** هي 25 مئي 1953ع کان 11 آگسٽ 1953ع تائين سنڌ جو چوٿون نمبر گورنر رهيو.

(5) **حبيب ابراهيم رحمت الله:** هن 12 آگسٽ 1953ع تي گورنر هائوس ڪراچيءَ ۾ پنهنجي عهدي جو حلف کنيو. کانئس سنڌ جي چيف ڪورٽ جي قائم مقام چيف جسٽس مسٽر حسن علي آغا قسم کڻايو.

(6) **افتخار حسين ممدوٽ:** 21 جون 1954ع تي سنڌ ۽ پنجاب صوبن ۾ هڪ انتظامي تبديلي عمل ۾ آئي، جنهن هيٺ سنڌ جي گورنر حبيب ابراهيم رحمت الله کي پنجاب جو گورنر مقرر ڪيو ويو ۽ سندس جاءِ تي پنجاب جي وڏي وزير افتخار حسين ممدوٽ کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو هن 24 جون 1954ع تي پنهنجي عهدي جو حلف کنيو هي سنڌ جو پهريون پنجابي گورنر هو. افتخار حسين ممدوٽ ون يونٽ قائم ٿيڻ تائين سنڌ جو گورنر رهيو. ان کانپوءِ هڪ دفعو وري سنڌ تي گورنر مقرر ٿيا، جن جو تفصيل هتي ڏجي ٿو:

(7) **ليفٽيننٽ جنرل رخمان گل پي. اي:** ليفٽيننٽ جنرل رخمان گل، 01 جولاءِ 1970ع تي سنڌ جو نئون گورنر مقرر ٿيو ۽ 20 ڊسمبر 1971ع تائين ان عهدي تي رهيو.

(8) **ممتاز علي خان ڀٽو:** ون يونٽ ٽٽڻ کانپوءِ ممتاز علي خان ڀٽو سنڌ جو پهريون سويلين گورنر، 22 ڊسمبر 1971ع تي مقرر ٿيو ۽ سندس مدو 20 اپريل 1972ع تائين هليو. سندس واسطو پيپلز پارٽيءَ سان هو.

(9) **مير رسول بخش ٽالپر:** ممتاز علي خان ڀٽي جي معزوليءَ کانپوءِ مير رسول بخش ٽالپر کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو هن 1 جون 1972ع تي عهدي جو قسم کنيو ۽ 14 فيبروري 1973ع تائين گورنر رهيو. هن جو پڻ پيپلز پارٽيءَ سان واسطو هو.

(10) **بيگم رعنا لياقت علي خان:** بيگم رعنا لياقت علي خان ملڪ جي پهرئين وزيراعظم لياقت علي خان جي گهرواري هئي. هن جو ڪنهن به پارٽيءَ سان واسطو نه هو. هن 15 فيبروري 1973ع تي گورنر جي عهدي جو قسم کنيو ۽ 28 فيبروري 1976ع تائين هن عهدي تي رهي.

(11) **الحاج محمد دلاور خانجي:** هي 1 مارچ 1976ع تي سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو ۽ 5 جولاءِ 1977ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو. هن جي سياسي وابستگي پيپلز پارٽيءَ سان هئي.

(12) **عبدالقادر شيخ:** عبدالقادر شيخ، 6 جولاءِ 1977ع تي سنڌ جي گورنر طور قسم کنيو ۽ 17 سيپٽمبر 1978ع تائين هن عهدي تي رهيو. هيءُ سول ايڊمنسٽريشن سان وابسته هو.

(13) **ليفٽيننٽ جنرل ايس. ايم. عباسي:** جنرل ايس. ايم. عباسي، جنرل ضياءالحق جي مارشل لا دوران 18 سيپٽمبر 1978ع تي سنڌ جي گورنر طور قسم کنيو ۽ 16 اپريل 1984ع تائين هن عهدي تي رهيو.

(14) **ميجر جنرل محمود اسلم حيات:** هن کي ايس.ايم عباسيءَ جي جاءِ تي ڪجهه عرصي لاءِ قائم مقام گورنر طور مقرر ڪيو ويو ۽ 1980ع تائين هن عهدي تي رهيو.

(15) **ليفٽيننٽ جنرل (ر) جهانداد خان:** جهانداد خان، آرميءَ جو رٽائرڊ جنرل هو ۽ 1984ع کان 1987ع تائين سنڌ جي گورنر جي عهدي تي فائز رهيو.

(16) **اشرف ڊبليو تاباني:** اشرف ڊبليو تابانيءَ، سنڌ جي گورنر طور 5 جنوري 1987ع تي عهدي جو قسم کنيو ۽ 23 جون 1988ع تائين هُو انهيءَ عهدي تي رهيو. سندس سياسي وابستگي مسلم ليگ سان هئي.

(17) **جنرل (ر) رحيم الدين خان:** هيءُ آرميءَ جو رٽائرڊ جنرل ۽ جنرل ضياء الحق جي دؤر جو سنڌ جو آخري گورنر هو. هن جي گورنر طور

24 جون 1988ع تي مقرري ٿي ۽ 12 سيپٽمبر 1988ع تائين انهيءَ عهدي تي رهيو.

**(18) جسٽس (ر) قديرالدين احمد:** هيءُ 12 سيپٽمبر 1988ع کان 18 اپريل 1989ع تائين سنڌ جو گورنر رهيو.

**(19) جسٽس فخرالدين جي. ابراهيم:** جسٽس فخرالدين جي. ابراهيم سپريم ڪورٽ سان وابسته پهريون ۽ واحد سنڌ جو گورنر هو. جنهن 19 اپريل 1989ع تي پنهنجي عهدي جو قسم کنيو ۽ 6 آگسٽ 1990ع تائين هن عهدي تي رهيو.

**(20) محمود اي. هارون (پهريون ڀيرو):** سر حاجي عبدالله هارون جو پٽ محمود هارون، 6 آگسٽ 1990ع تي سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو ۽ 18 جولاءِ 1993ع تائين هن عهدي تي رهيو. سندس ڪنهن به سياسي پارٽي وغيره سان سڌي وابستگي نه هئي.

**(21) حڪيم محمد سعيد:** حڪيم محمد سعيد، سنڌ ۾ عام ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ وڏي شهرت رکندڙ شخص هو ۽ سندس ڪنهن به سياسي پارٽيءَ سان سڌي وابستگي نه هئي. هن کي 19 جولاءِ 1993ع تي سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو ۽ 23 جنوري 1994ع تائين ان عهدي تي فائض رهيو. کيس ڪراچيءَ ۾ دهشتگردن شهيد ڪيو.

**(22) محمود اي. هارون (ٻيو ڀيرو):** محمود اي. هارون ٻيو ڀيرو 23 جنوري 1994ع تي سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو ۽ 21 مئي 1995ع تائين هن عهدي تي رهيو.

**(23) ڪمال اظفر:** ڪمال اظفر 22 مئي 1995ع تي گورنر جو عهدو سنڀاليو ۽ 16 مارچ 1997ع تائين هن عهدي تي رهيو. هن جي سياسي وابستگي پيپلز پارٽيءَ سان هئي.

**(24) ليفٽيننٽ جنرل معين الدين حيدر:** هيءُ آرمي جو رٽائرڊ جنرل هو. کيس 17 مارچ 1997ع تي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو ۽ 17 جنوري 1999ع تائين ان عهدي تي رهيو.

**(25) ممنون حسين خان:** ممنون حسين خان، 19 جون 1999ع تي گورنر مقرر ٿيو ۽ 19 آڪٽوبر 1999ع تائين هن عهدي تي رهيو. هن جو سياسي طور ڪنهن به پارٽيءَ سان واسطو نه هو.

**(26) ايئر مارشل عظيم دائودپوٽو:** پاڪستان ايئر فورس سان وابسته ايئر مارشل عظيم دائودپوٽو سنڌ جي مشهور عالم ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي جو فرزند هو. 1999ع ۾ جنرل پرويز مشرف جي حڪومت دوران کيس سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو هيءُ هن عهدي تي 25 آڪٽوبر 1999ع کان 24 مئي 2000ع تائين رهيو.

**(27) محمد ميان سومرو:** مشهور اقتصادي ماهر ۽ بئنڪر محمد ميان سومري کي پڻ پرويز مشرف حڪومت ۾ سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو هن 25 مئي 2000ع کان 26 ڊسمبر 2002ع تائين ان عهدي تي رهي ڪم ڪيو.

**(28) عشرت العباد خان:** عشرت العباد خان جو واسطو 'متحده قومي موومينٽ' سان آهي. هي سڀ کان وڏيڪ عرصو سنڌ جو گورنر رهندڙ شخص آهي. عشرت العباد خان، جنرل پرويز مشرف جي دور ۾، 27 ڊسمبر 2002ع تي سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو ۽ اڄ ڏينهن تائين ان عهدي تي فائز آهي.

## پاڪستان ٺهڻ کان اڳ سنڌ جا وزيراعظم / پريميئر:

جڏهن سنڌ، بمبئي پرڳڻي کان اپريل 1936ع ۾ آزاد ٿي ۽ 1937ع ۾ پهرين سنڌ اسيمبلي چونڊبي وئي، ته ان وقت سنڌ صوبي جو اعليٰ منتظم (Chief Executive)، پريميئر (Premier) يا وزيراعظم هوندو هو.

پاڪستان جي قيام تائين سنڌ جا هيٺيان پريميئر/وزيراعظم رهيا:

**سر غلام حسين هدايت الله:** هيءُ سنڌ جو پهريون چونڊيل وزيراعظم هو جيڪو 28 اپريل 1937ع کان 23 مارچ 1938ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو. سندس سياسي وابستگي 'مسلم پيپلز پارٽيءَ' سان هئي.

**الهه بخش سومرو:** سنڌ جو محب وطن سياستدان الهه بخش سومرو، پهريون ڀيرو 23 مارچ 1938ع تي سنڌ جو وزيراعظم ٿيو ۽ 8 اپريل 1940ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو. سندس سياسي وابستگي 'اتحاد پارٽيءَ' سان هئي.

**مير بنده علي خان ٽالپر:** مير بنده علي خان ٽالپر 18 اپريل 1940ع تي سنڌ جو وزيراعظم چونڊيو ويو ۽ 7 مارچ 1941ع تائين هن عهدي تي رهيو. سندس سياسي وابستگي 'آل انڊيا مسلم ليگ' سان هئي.

**الهه بخش سومرو (ٻيو ڀيرو):** الهه بخش سومرو، مير بنده علي خان ٽالپر ڪانپوءِ ٻيو ڀيرو 7 مارچ 1941ع تي سنڌ جو وزيراعظم چونڊيو ويو، انهيءَ عهدي تي 14 آڪٽوبر 1942ع تائين رهيو.

**غلام حسين هدايت الله (ٻيو ڀيرو):** سر غلام حسين هدايت الله انگريزن جو حمايت يافته هو جنهنڪري کيس 'سر' جو خطاب ڏنو ويو. هي ٻيو ڀيرو 14 آڪٽوبر 1942ع تي سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيو ۽ 14 آگسٽ 1947ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو.

## پاڪستان ڪانپوءِ سنڌ جا وزيراعليٰ:

ورهاڱي ڪانپوءِ سنڌ صوبي جي اعليٰ منتظم (Chief Executive) کي وزيراعليٰ (Chief Minister) سڏيو ويو. هن وقت تائين هيٺيان وزيراعليٰ رهيا آهن:

**محمد ايوب کهڙو (پهريون ڀيرو):** ورهاڱي کان پوءِ محمد ايوب کهڙو، 14 آگسٽ 1947ع تي سنڌ جو پهريون وزيراعليٰ ٿيو ۽ هو 26 اپريل 1948ع تائين هن عهدي تي رهيو. سندس تعلق پاڪستان مسلم ليگ سان هو.

**پير الاهي بخش:** هي سياسي طور پاڪستان مسلم ليگ سان وابسته هو 3 مئي 1948ع تي سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيو ۽ 4 فبروري 1949ع تائين هن عهدي تي رهيو.

**محمد يوسف هارون:** هيءُ 18 فيبروري 1949ع تي سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ٿيو ۽ 7 مئي 1950ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو سندس واسطو پاڪستان مسلم ليگ سان هو.

**قاضي فضل الله:** هن جي سياسي وابستگي به پاڪستان مسلم ليگ سان هئي. هن 8 مئي 1950ع تي سنڌ جي وزيراعليٰ جي عهدي جو قسم کنيو ۽ 24 مارچ 1951ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو.

**محمد ايوب کهڙو (ٻيو پيرو):** محمد ايوب کهڙو ٻيو پيرو 25 مارچ 1951ع تي سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيو ۽ هن عهدي تي مارچ 1953ع تائين فائز رهيو.

29 ڊسمبر 1951ع کان 22 مئي 1953ع تائين سنڌ ۾ گورنر راڄ لاڳو رهيو.

**عبدالستار پيرزادو:** پيرزادي عبدالستار جو پاڪستان مسلم ليگ سان واسطو هو. هن 22 مئي 1953ع تي سنڌ جي وزيراعليٰ جي عهدي جو قسم کنيو ۽ 8 نومبر 1954ع تائين وزيراعليٰ رهيو. پٽ شاهه وارو روڊ ۽ پٽ شاهه ثقافتي مرڪز هن جي دور ۾ منظور ٿيا.

**محمد ايوب کهڙو (ٽيون پيرو):** محمد ايوب کهڙو ٽيون ۽ آخري پيرو، ون يونٽ جي قيام جي حمايت ڪرڻ جي ڪري 9 نومبر 1954ع تي سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيو. سندس وزيراعليٰ هجڻ دوران جنرل ايوب خان مارشل لا ۽ ون يونٽ مڙهي، سنڌ جي صوبائي حيثيت ختم ڪئي. ايوب کهڙي ون يونٽ جي تائيد ڪئي، جنهن تي سنڌ جي تاريخ ۾ مٿس وڏي تنقيد ڪئي وڃي ٿي. ان وقت سندس واسطو مسلم ليگ سان هو ۽ هي 13 آڪٽوبر 1955ع تائين وزيراعليٰ رهيو. ايوب خان جي مارشل لا ۽ صوبن جي تاريخي حيثيت جو خاتمو، 30 جون 1970ع تائين قائم رهيو. پهرين جولاءِ 1970ع تي مارشل لا لاڳو ڪئي وئي ۽ ون يونٽ کان وٺي مارشل لا واري سڄي عرصي ۾ سنڌ جو ڪو به وزيراعليٰ نه رهيو.

**ممتاز علي خان ڀٽو:** ون يونٽ جي ڊگهي عرصي ۽ مارشل لا کانپوءِ ذوالفقار علي ڀٽو ملڪ جو سربراهه بڻيو ان کانپوءِ ممتاز علي خان ڀٽو پهريون سويلين وڏو وزير ٿيو هن پهرين مئي 1972ع تي وزيراعليٰ جو حلف کنيو ۽ 20 ڊسمبر 1973ع تائين هن عهدي تي رهيو. سندس سياسي تعلق پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان هو.

**رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئي:** رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئي، 22 ڊسمبر 1973ع تي سنڌ جو وڏو وزير مقرر ٿيو ۽ 5 جولاءِ 1977ع تائين هن عهدي تي رهيو هي به پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان لاڳاپيل رهيو.

5 جولاءِ 1977ع تي جنرل ضياء الحق، ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت کي ختم ڪري، مارشل لا لاڳو ڪئي. ان دوران فوجي راڄ رهيو ۽ ذوالفقار علي ڀٽي کي ڦاسي ڏني وئي. جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ ايم. آر. ڊيءَ جي تحريڪ هلي، مارشل لا جو دور اپريل 1985ع تائين هليو آخر جنرل ضياءَ الحق پنهنجي حڪومت کي وڌيڪ ڊيگهه ڏيڻ لاءِ غيرجماعتي بنيادن تي چونڊيون ڪرايون ۽ 8 سالن جي ڊگهي عرصي کانپوءِ قومي ۽ صوبائي اسيمبلين کي ٻيهر تشڪيل ڏني وئي.

**سيد غوث علي شاهه:** هن جو واسطو پاڪستان مسلم ليگ (ن) سان هو. ضياء الحق جي دور ۾ 6 اپريل 1985ع کان 6 اپريل 1986ع تائين سنڌ جو وزيراعليٰ ٿي رهيو.

**اختر علي جي. قاضي:** هن جو واسطو اسلامي جمهوري اتحاد سان هو. هي 11 اپريل 1988ع تي وزيراعليٰ ٿيو ۽ 24 جون 1988ع تائين هن عهدي تي رهيو.

24 جون 1988ع تي سنڌ ۾ گورنر راڄ لاڳو ڪيو ويو جيڪو 31 آگسٽ 1988ع تائين رهيو.

**اختر علي جي. قاضي (ٻيو پيرو):** گورنر راڄ جي خاتمي کانپوءِ اختر علي جي. قاضيءَ کي نگران وزيراعليٰ جي حيثيت ۾ 11 اپريل 1988ع تي وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو ۽ 2 ڊسمبر 1988ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو. سندس وزارت اعليٰ جي عرصي دوران 17 آگسٽ 1988ع تي جنرل ضياءالحق هڪ هوائي حادثي ۾ مري ويو اهڙيءَ ريت پاڪستان ۾ يارهن سالن جي ڊگهي عرصي کانپوءِ مارشل لا جو خاتمو آيو ۽ نومبر 1988ع تي سڄي ملڪ ۾ عام چونڊون ڪرايون ويون. نتيجي طور ملڪ ۾ هڪ ڊگهي عرصي بعد جمهوري حڪومت جو قيام عمل ۾ آيو.

**سيد قائم علي شاهه (پهريون پيرو):** ملڪ تان يارهن سالا ضيائي مارشل لا راڄ کانپوءِ سيد قائم علي شاهه، سنڌ جو پهريون سويلين وزيراعليٰ مقرر ٿيو. سندس تعلق پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان هو هن 2 ڊسمبر 1988ع تي وزيراعليٰ جو حلف کنيو ۽ 25 فيبروري 1990ع تائين سنڌ جي وڏ وزارت واري عهدي تي رهيو.

**آفتاب شعبان ميراڻي:** آفتاب شعبان ميراڻيءَ کي 25 فيبروري 1990ع تي وزيراعليٰ چونڊيو ويو ۽ 6 آگسٽ 1990ع (صدر غلام اسحاق خان پاران محترمه بينظير ڀٽو جي پهرين حڪومت جي خاتمي) تائين سنڌ جو وزيراعليٰ رهيو. سندس سياسي وابستگي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان هئي.

**جام صادق علي:** آگسٽ 1990ع ۾، صدر غلام اسحاق خان، بينظير ڀٽو جي عوامي حڪومت جي خاتمي شرط چار ئي صوبائي اسيمبليون به ختم ڪيون ۽ ملڪ ۾ نگران حڪومتون تشڪيل ڏنيون، اهڙيءَ ريت 6 آگسٽ 1990ع تي جام صادق علي، سنڌ جو نگران وڏو وزير مقرر ٿيو. ان کان اڳ هُو وزيراعظم جو صلاحڪار به هو. پنهنجيءَ وڏوزارت دوران 1990ع وارين عام چونڊن ۾ خصوصي ڪامياب ٿيو ۽ وزيراعليٰ هئڻ سان گڏ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو. جنهن کانپوءِ کيس مستقل وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو هن جي دور ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي قائم ٿي. جام صادق علي، ڪئنسر ۾ مبتلا هو جنهن سبب وزيراعليٰ هئڻ دوران ئي 5 مارچ 1992ع تي وفات ڪيائين. سندس وفات کانپوءِ سيد مظفر حسين شاهه سنڌ جو وڏو وزير مقرر ٿيو.

**سيد مظفر حسين شاهه:** سيد مظفر حسين شاهه سياسي طرح اسلامي جمهوري اتحاد سان وابسته هو هن 6 مارچ 1992ع تي وزيراعليٰ جي عهدي جو قسم کنيو جولاءِ 1993ع تي صدر غلام اسحاق خان ۽ وزيراعظم نواز شريف جي استعيفائن ڏيڻ شرط قومي اسيمبلي ۽ چارئي صوبائي اسيمبليون پاڻمرادو ٽٽي ويون، جنهنڪري سيد مظفر حسين شاهه جي حڪومت به پڄاڻيءَ تي پهتي. هو 19 جولاءِ 1993ع تائين سنڌ جو وزيراعليٰ رهيو.

**سيد علي مدد شاهه:** جولاءِ 1993ع ۾ صدر غلام اسحاق خان ۽ وزيراعظم نواز شريف جي استعيفائن ڏيڻ شرط ملڪ ۾ نگران حڪومتون تشڪيل ڏنيون ويون. جنهن ڪري سيد علي مدد شاهه کي 19 جولاءِ 1993ع تي سنڌ جو نگران وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو. جيڪو 21 آڪٽوبر 1993ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو.

**سيد عبدالله شاهه:** هن جي سياسي وابستگي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان هئي. 1993ع جي عام چونڊن جي نتيجي ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي هڪ ڀيرو ٻيهر سرسيءَ کانپوءِ کيس 21 آڪٽوبر 1996ع تي سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو. جنهن بعد صدر فاروق احمد خان لغاريءَ پاران محترمه بينظير ڀٽو جي عوامي حڪومت جي ٻئي ڀيري برطرفيءَ جي نتيجي ۾ چارئي صوبائي حڪومتون به برطرف ڪيون ويون ۽ سيد عبدالله شاهه کي 6 نومبر 1996ع تي سنڌ جي وڏوزارت جي عهدي تان هٽايو ويو.

**ممتاز علي خان ڀٽو (ٻيو ڀيرو):** 1996ع ۾ پاڪستان ۾ حڪومتن جي برطرفيءَ کانپوءِ نگران حڪومتون تشڪيل ڏنيون ويون. جنهن هيٺ ممتاز علي خان ڀُٽي کي 7 نومبر 1996ع تي سنڌ جو نگران وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو. اُن کان اڳ هُو سيد عبدالله شاهه جي وڏوزارت واري دور ۾ رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي جي پي. ايس- 36 تي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر هو ۽ ان وقت هو پنهنجي پارٽي 'سنڌ نيشنل فرنٽ' جو سربراهه به هو. هن 22 فيبروري 1997ع تائين سنڌ جي وڏ وزارت جون ذميواريون سنڀاليون.

**لياقت علي خان جتوئي:** فيبروري 1997ع وارين عام چونڊن جي نتيجي ۾ وفاق ۽ چئني صوبن ۾ پاڪستان مسلم ليگ (ن) جون حڪومتون ٺهيون. جنهن هيٺ نوازشريف ملڪ جو ٻيو ڀيرو وزيراعظم ۽ 22 فبروري 1997ع تي لياقت علي جتوئيءَ کي سنڌ جو وڏو وزير چونڊيو ويو. سندس حڪومت دوران 30 آڪٽوبر 1998ع تي ان وقت جي وزيراعظم نواز شريف پاران سنڌ صوبي ۾ گورنر راڄ مڙهيو ۽ لياقت جتوئيءَ کي وڏ وزارت واري عهدي تان هٽايو ويو.

جنهن کانپوءِ 12 آڪٽوبر 1999ع تي آرمي چيف جنرل پرويز مشرف، نواز شريف جي حڪومت کي ختم ڪري، پاڻ پاڪستان جي چيف ايگزيڪيوٽو جو عهدو سنڀاليو سندس حڪومت دوران ڊسمبر 2002ع ۾ ملڪ اندر عام چونڊون ٿيون ۽ 17 ڊسمبر 2002ع تي سنڌ صوبي ۾ مڙهيل گورنر راڄ کي به ختم ڪيو ويو.

**علي محمد مهر:** 30 آڪٽوبر 1998 تي ان وقت جي وزيراعظم نوازشريف پاران سنڌ صوبي ۾ گورنر راڄ مڙهڻ ۽ جنرل پرويز مشرف جي حڪومت دوران ٿيل 2002ع وارين عام چونڊن جي نتيجي ۾ علي محمد مهر سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ٿيو علي محمد مهر 17 ڊسمبر 2002ع تي پنهنجي عهدي جو حلف کنيو. سندس سياسي وابستگي 'پاڪستان مسلم ليگ (ق)' سان هئي. هن 9 جون 2004ع تي پنهنجي آئيني مدي پوري ٿيڻ کان اڳ ئي پنهنجي عهدي تان استعيفا ڏئي ڇڏي.

**ارباب غلام رحيم:** 9 جون 2002ع تي سنڌ جي وڏ وزارت جي عهدي تان علي محمد مهر جي استعيفا کانپوءِ ارباب غلام رحيم کي سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو. ارباب غلام رحيم، جنرل پرويز مشرف جو ويجهو سياسي رفيق هو ۽ پرويز مشرف جي بريا ڪيل 'پاڪستان مسلم ليگ (ق)' سنڌ جو صدر پڻ هو ارباب غلام رحيم 2002ع ۾ تشڪيل ڏنل حڪومت جي آئيني مُدي پوري ٿيڻ تائين سنڌ جو وزيراعليٰ رهيو. سندس حڪومت جو مدو 19 نومبر 2007ع تي پاڄمرادو پورو ٿي ويو.

**عبدالقادر هاليپوٽو:** نومبر 2007ع ۾ حڪومت جي آئيني مدي پوري ٿيڻ کانپوءِ، قومي توڙي چئني صوبائي اسيمبلين ۾ نگران حڪومتون تشڪيل ڏنيون ويون. عبدالقادر هاليپوٽي کي 19 نومبر 2007ع تي نگران وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو ۽ ايندڙ اسيمبلين جي تشڪيل ٿيڻ 6 اپريل 2008ع تائين سنڌ جو نگران وزيراعليٰ رهيو.

**سيد قائم علي شاهه (ٻيو ڀيرو):** جنرل (ر) پرويز مشرف جي ڊگهي آمرانه دور حڪومت ۽ بينظير ڀٽو جي المناڪ شهادت کانپوءِ، 2008ع جي عام چونڊن ۾ پاڪستان پيپلزپارٽيءَ کي سوڀ حاصل ٿي ۽ سيد قائم علي شاهه، 6 اپريل 2008ع تي سنڌ اسيمبليءَ ۾ اڪثريت سان وڏو وزير چونڊيو ويو ۽ 20 مارچ 2013ع تائين ملڪي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو مدو پورو ڪندڙ سنڌ حڪومت جو وزيراعليٰ رهيو. سندس سياسي وابستگي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان رهي آهي.

**جسٽس زاهد قربان علوي:** 21 مارچ 2013ع کان 30 مئي تائين نگران وزيراعليٰ رهيو ۽ 2013ع جي عام چونڊن ۽ نئين حڪومت جي جوڙجڪ تائين وزيراعليٰ رهيو.

**سيد قائم علي شاهه (ٽيون ڀيرو):** سيد قائم علي شاهه ٽيون ڀيرو، سنڌ جي وزيراعليٰ جو عهدو 31 مئي 2013ع تي سنڀاليو ۽ اڄ تائين انهيءَ عهدي تي فائز آهي. اهڙيءَ ريت ورهاڱي کانپوءِ مجموعي طور سنڌ جا نگران توڙي چونڊيل وزيراعليٰ 26 ٿي چڪا آهن. هن جي دور ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي بجيٽ 5 ڪروڙ روپيا ٿي، ملازمت لاءِ پينشن لاڳو ٿي ۽ ٻه ڪروڙ روپيا پينشن انڊوومينٽ فنڊ منظور ٿيو.

## ورهاڱي کانپوءِ سنڌ ۾ اپريل مزاحمتي تحريڪون

### سنڌ هاري ڪميٽيءَ جي تحريڪ:

**پسمنظر:** سنڌ اندر ماضيءَ ۾ هارين جي حقن لاءِ جيڪا لاثاني تحريڪ هلي، اها شاهه عنايت جهوڪ واري جي نسبت سان اڄ به سنڌ جي سماج تي اثر رکي ٿي. غريب ڪڙمين، هارين، پورهيتن جي مٿان زميندارن جا ڏاڍ ڏسي شاهه عنايت 'جو ڪيڙي سو کائي' وارو نعرو بلند ڪندي جدوجهد شروع ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ وقت جي حاڪمن نواب اعظم خان ۽ ميان يار محمد خان ڪلهوڙي وڏي سازش رچي مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ ٻين مولوين کان سندس قتل جي فتويٰ ڏياري، کيس بيگناهه شهيد ڪري ڇڏيو ۽ وقتي طور اها تحريڪ رڪجي وئي.

ڪلهوڙن، ٽالپرن ۽ انگريزن جي دور ۾ به زمينون من پسند ڪامورن کي فرمان جاري ڪري ڏنيون وينديون هيون. اهو سلسلو هلندو رهيو. اهوجهه مسڪين هارين جي غريبي ۽ بيڪسيءَ واري حالت کي مدنظر رکندي ساڳئي فلسفي تحت ويهين صديءَ جي ساڃهه وند طبقي پڻ هارين لاءِ آواز اٿاريو.

1930ع ۾ جي ايم سيد پنهنجن ساٿين: دادا جيٺمل پرسرام ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ سان گڏ جمشيد نسروانجي مهتا جي صدارت ۾ ميرپور ۾ 'سنڌ هاري ڪميٽيءَ' جو بنياد وڌو. جنهن جو مقصد هارين نارين جي حقن جي حفاظت ڪرڻ هو. جيڪي جاگيرداري نظام جي ظلم جي جنڊ ۾ پيسجي رهيا هئا. سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو مقصد، سنڌ جي هارين نارين جي حالت کي سڌارڻ، کين پنهنجا حق وٺي ڏيڻ ۽ تعليم کان آشنا ڪرڻ هو. انهيءَ مقصد لاءِ جدوجهد جي نتيجي ۾ ڪيترن ئي هارين کي قيد ۽ بند جون عقوبتون برداشت ڪرڻيون پيون ۽ ڪيترن هارين جون انگريز سرڪار ۽ زميندارن جي ظلم ۽ بربريت ڪارڻ حياتيون ضايع ٿي ويون، پر هنن پنهنجي جدوجهد جاري رکي، اهو ڏسي ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ ڊپٽي ڪليڪٽريءَ تان استعيفا ڏئي، سنڌ هاري ڪميٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ وڏي جفاڪشيءَ سان ان تحريڪ کي جلا بخشي.

**ورهاڱي وقت** 1947ع ۾ رتيديري واري ڪميٽيءَ جي اجلاس ۾ حيدر بخش جتوئيءَ کي سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو صدر چونڊيو ويو. جنهن عهدي تي هُو آخر تائين رهيو. هن هارين جي حقن لاءِ جيڪي خدمتون سرانجام ڏنيون، تن جو وچور هن ريت آهي: سنڌ جي هر هڪ تعلقي ۽ ضلعي سطح تي سنڌ هاري ڪميٽيءَ جا دفتر قائم ڪيا. هن هفتيوار اخبار 'هاري حقدار' شروع ڪئي ۽ ان ۾ ايڊيٽر جي حيثيت سان هارين جي حقن لاءِ آواز اٿارائين. ننڍن وڏن شهرن ۾ هاري ڪانفرنسون ۽ جلسا جلوس منعقد ڪرائي هارين ۾ جاڳرتا آندائين. سنڌ جي مختلف هنڌن تي پاڻ وڃي هارين کي سندن بنيادي حقن کان آگاهي ڏنائين. 1945ع کان 1947ع تائين اڌ بٽئيءَ جي تحريڪ شروع ٿي هئي، ان کي ڪامياب ڪيائين. 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ حيدرآباد ۾ هارين جي حقن بابت اديبن، شاعرن ۽ محققن سان خيالن جي ڏي وٺ ڪري، هارين لاءِ آواز اٿارائين ۽ انهن جا مطالبا مڃرايائين. 1951ع ڌاري صوبائي اسيمبليءَ اڳيان هزارين هارين جي اڳواڻيءَ ۾ ڌرڻو هڻي، 'سنڌ ٽيننسي ايڪٽ' پاس ڪرايائين. 1958ع ۾ هارين جو هڪ وفد تيار ڪري، ان وقت جي صدر اسڪندر مرزا سان ملاقات ڪري هارين جي بنيادي مسئلن بابت آگاهي ڏنائين. هارين جي حقن خاطر ڪيترا مضمون ۽ مقالا لکيائين. ان کان سواءِ ڪيترائي اشتهار ۽ پمفليٽ پڻ شايع ڪرايائين.

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ کي 'باباءِ سنڌ' جو لقب مليو هن سنڌ جي عظمت جي پيش نظر 'جيئي سنڌ جيئي سنڌ، جام محبت پيئي سنڌ' نظم لکيو هو. ان نعري کي پوءِ سنڌ جي قومي تحريڪ 'جيئي سنڌ تحريڪ' لاءِ چونڊيو ويو.

اهڙيءَ طرح اها هاري تحريڪ پوريءَ سنڌ ۾ پکڙجي وئي. اتر سنڌ ۾ ڪامريڊ عبدالقادر انڍڙ ۽ ٻين اڳواڻن هاري هلچل ۾ ڀرپور حصو ورتو. ٻين ضلعن وانگر هن تحريڪ جو ٿرپارڪر ضلعي تي به اثر پيو. ٿرپارڪر ۾ هن تحريڪ ۾ جان محمد پلي، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، پير عبدالغفور جان سرهندي، محمد ابراهيم مومن ڪُنريءَ واري، ڪامريڊ امولڪ اوڌ ۽ ٻين ڪيترن هاري ورڪرن حصو ورتو. هن تحريڪ کي زور وٺائڻ لاءِ ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ 20 جون 1949ع تي جُهڏي (موجوده ضلعي ميرپورخاص) ۾ هاري ڪانفرنس گهرائي، جنهن ۾ اٽڪل ڏهه هزار هارين ۽ ورڪرن حصو ورتو. سنڌ جي بهادر عورت- **مائي بختاور** جي ڳوٺ جا سمورا مرد به هن ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ ويا. پويان اَن جي راهه تي هڪڙي پوڙهي شخص پنيي لاشاريءَ ۽ مائي بختاور کي سنڀال لاءِ ڇڏي ويا. مائي بختاور لاشاري، سنڌ جي پهرين شهيد هارياڻي هئي. هن عمرڪوٽ جي هڪ ننڍي شهر ٽالهيءَ جي پر ۾ هئڊي لاشاريءَ جي ڳوٺ ۾ جنم ورتو هو. ڪانفرنس جي آخري ڏينهن، 22 جون 1949ع تي خبر آئي ته ٽالهي شهر لڳ، هئڊي لاشاريءَ جي ڳوٺ ۾ ڌارين آبادڪارن هڪ عورت کي بندوقن جا فائر ڪري شهيد ڪري ڇڏيو. ڪامريڊ حيدربخش جتوئي ساٿين سان گڏ، 23 جون تي صبح جو سوير لاشارين جي ڳوٺ پهچي ويو. ساڻس ٻين کان سواءِ ڪامريڊ غلام محمد لغاري ۽ ڪامريڊ ميرمحمد ٽالپر به گڏ هئا. هنن اَن جي ڪري تي شهيد بختاور لاشاريءَ جو لاش وڃي ڏٺو. اتي کين خبر پئي ته ڪري تي اٽڪل ٽي هزار مڻ ڪڻڪ هئي. ڳوٺ جا سمورا مرد ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ ويل هئا ۽ ڌارين آبادڪارن موقعي جو فائدو وٺي ڪڻڪ ڪٽائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر مائي بختاور ۽ هڪ پيرسن پنيي فقير ۽ ٻين عورتن هنن کي ائين ڪرڻ کان روڪيو. مائي بختاور لوهي ٽيانگ ڪڍي کين للڪار ڪئي ته "هتي پري ٿيو. اَن جو ڪڻو به کڻڻ نه ڏينديس". مائي بختاور جو مزاحمتي انداز ڏسي زميندارن کي ڪاوڙ لڳي ۽ هڪ ظالم چوڌري سعدالله ۽ سندس مئنيجر چوڌري خالد، مائي بختاور تي بندوق جا سڌا فائر ڪيا ۽ نتيجي طور مائي بختاور اَن جي ديرن جو بچاءُ ڪندي شهيد ٿي وئي ۽ پير مرد پنيو فقير زخمي ٿي پيو. جنهن جي جمار سٺ ورهين کان مٿي هئي. ڪُنري ٿاڻي جو صوبيدار عنايت علي خان ابڙو ۽ ڊي ايس پي ديوان تلجارام پهچي چڪا هئا. هنن ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ جي موجودگيءَ ۾ ڪيس لکيو. ڪجهه ورڪر ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ جي حڪم تي لاش کي پوسٽ مارٽم لاءِ ساماري ڪٽائي ويا، جتي گهڻي وقت گذري وڃڻ ڪري مائي بختاور کي آخر دفن ڪيو ويو. سندس تربت ساماري جي هڪ مقام ۾ واقع آهي. ڪيس ٿرپارڪر سيشن ڪورٽ ميرپورخاص ۾ هليو. ڪيس جي پيروي سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي طرفان وڪيل ديوان انبارام ڪئي. سرڪاري وڪيل خان بهادر مرزا سڪندر بيگ هو. جنهن کي ان وقت جي سنڌ جي وزير داخلا، قاضي فضل الله خاص حيدرآباد کان اُماڻيو هو اُن پڻ فريادي ڌُر (مائي بختاور واري ڌر) جي

مدد ڪئي، جڏهن ته جوابدارن جي پيروي ديوان ڊيئل مل ۽ لاهور مان گهرايل هڪ بئريسٽر ڪئي. ان وقت سيشن جج شنڪر سنگهه آڏواڻي هو. هن صاحب حق جو فيصلو ڏنو ۽ چوڌري سعدالله (جيڪو اُن وقت جي پاڪستان جي وزير خارجه سر ظفرالله خان جو ڀاڻيجو هو) کي 25 ۽ چوڌري خالد کي 20 سال ٽيپ ڏني، جڏهن ته ٻين مجرمن کي پنجن کان ڏهن ورهين تائين سزائون ڏنائين. ٻيا ته اپيلن مان آزاد ٿي ويا، ليڪن چوڌري سعدالله 25 سال ٽيپ برابر ڪاٽي. جيتوڻيڪ سنڌ اندر جاگيرداراڻي نظام هيٺ اڄ به ڪيترن ضلعن ۾ زميندار پنهنجي هارين کي 'غلام' واري نظر سان ڏسن ٿا، ڪين پورو اجورو به نه ٿا ڏين، ڪٿي ته هاري ڪٽنب مقامي زميندارن وٽ قيد پڻ ڪيا وڃن ٿا. ڪجهه سماجي تنظيمن انهيءَ روش خلاف پرچار پڻ ڪئي آهي. سنڌ ٽيننسي ائڪٽ پڻ گذريل ڏهاڪي کان بحث هيٺ آهي، پر عملي طور اجا بهتر نتيجا ڪو نه مليا آهن.

**ون يونٽ جو نفاذ ۽ ان خلاف مزاحمت:**

پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ ڪجهه سياستدان صوبن جي خودمختياري ۽ انتظامي ورڇ تي خوش نه هئا. سندن خواهش هئي ته ملڪ جي اولهندي حصي جي سڀني صوبن کي گڏائي اوڀر پاڪستان جي مقابلي ۾ هڪ صوبو ٺاهجي. پنجاب جو اهو خيال هو ته هڪ صوبي ٺهڻ سان مشرقي پاڪستان جو مقابلو ڪري سگهجي ٿو. حڪمرانن کي اهو ڊپ هو ته جيڪڏهن ڪنهن وقت سندن مفادن جي حاصلات ۾ ڪا رڪاوٽ پيش آئي ته مغربي پاڪستان جا ٽي ننڍا صوبا مشرقي بنگال جو ساٿ ڏيندا ۽ پنجاب اڪيلو رهجي ويندو. جنهن لاءِ ضروري سمجهيو ويو ته مغربي پاڪستان ٺاهيو وڃي. انهيءَ خيال جي پٺيان ان وقت جو گورنر جنرل ملڪ غلام محمد ۽ پنجاب جا ٻيا سياستدان ممتاز محمد دولتانا وغيره شامل هئا. انهن جي مڪمل پٺڀرائي جنرل اسڪندر مرزا ۽ جنرل ايوب خان پڻ ڪري رهيا هئا. 11 ڊسمبر 1954ع تي ملڪ جي مختلف صوبن: پنجاب، سنڌ ۽ سرحد اسيمبلين کان ٺهراءُ بحال ڪرايا ويا ۽ پوءِ بهاولپور رياست، خيرپور رياست، قلات ڊويزن ۽ بلوچستان جي علائقن ۾ پڻ اهڙو ٺهراءُ بحال ڪرائي ۽ سمجهوتا ونيا، 14 آڪٽوبر 1955ع تي ملڪ جي آئين ساز اسيمبليءَ کان ون يونٽ جو ٺهراءُ بحال ڪرائي 'ون يونٽ' لاڳو ڪيو ويو. سنڌ ۽ ٻين ننڍن صوبن جي سڀني ماڻهن وحداني طرز حڪومت ۽ ون يونٽ جي خالقن جي سخت مخالفت ڪئي. سنڌ جي ساڃهه وند طبقي شديد خدشا ظاهر ڪندي چيو ته ون يونٽ جي قيام سان سنڌين ٻوليءَ، ثقافت، ادب ۽ معيشت کي نقصان ٿيندو. ون يونٽ ٺاهڻ جو پس منظر ڪجهه هن ريت هو ته، محمد علي بوگرا جي وزيراعظم ٿيڻ بعد هن هڪ نئون فارمولو ڏنو. جنهن کي 'بوگرا فارمولا' چيو وڃي ٿو جيڪو فارمولي 07 آڪٽوبر 1953ع تي قانون ساز اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيو جنهن تحت لوور هائوس ۾ 300 ميمبر رکيا وڃن. جنهن ۾ اوڀر پاڪستان کي 165 سيٽون ڏنيون وڃن. پنجاب کي 75، سرحد ۽ ان جي قبائلي علائقن کي 24، سنڌ ۽ خيرپور کي 18، بلوچستان ۽ ان جي رياستن کي 17 سيٽون ڏنيون وڃن. محمد علي بوگرا فارمولي کي بنگال، پنجاب، سنڌ، سرحد ۽ بهاولپور جي وڏن وزيرن قبول ڪيو ۽ مسلم ليگ جي پارلياماني پارٽيءَ پڻ ان کي قبول ڪيو پر پنجاب جي مسلم ليگ جي ڪجهه رهنمائن ۽ ٻين پارٽين اهو چئي انهيءَ خيال کي رد ڪيو ته جيئن ته بنگال وڏو صوبو آهي. تنهنڪري اهو اپر هائوس جي ڪنهن به هڪ صوبي يا ون يونٽ کي پاڻ سان ملائي يا پنهنجي اڪثريت ٺاهي، پنجاب مٿان پنهنجا فيصلا مڙهي سگهي ٿو انهن ڏينهن ۾ 1953ع ۾ مشرقي پاڪستان جي چونڊن ۾ مسلم ليگ کي وڏي پيماني تي شڪست نصيب ٿي ۽ بنگال جو يونائيٽيڊ فرنٽ، جنهن ۾ حسين شهيد سهروورديءَ جي عوامي ليگ ۽ فضل حق جي ڪرشڪ سرامڪ پارٽيون هيون، سي وڏي اڪثريت سان چونڊون کٽي آيون ۽ 309 جي ايوان ۾ 233 سيٽون حاصل ڪيون. مسلم ليگ جي انهيءَ شڪست سڄي ملڪ خاص ڪري پنجاب جي مسلم ليگ جي رهنمائن کي ڏيڄاري ڇڏيو ۽ هنن اهو شدت سان محسوس ڪيو ته محمد علي بوگرا فارمولا سندن ڪا به مدد نه ڪندو، ڇو ته مشرقي پاڪستان وڏي اڪثريت سان هڪ ئي ٽڪ ۾ پنهنجي طاقت جو توازن ٺاهي اپري آيو آهي. منصوبي تحت مغربي پاڪستان کي هڪ صوبي جي شڪل ڏئي ون يونٽ لاءِ محاذ تيار ڪيو ويو. ان وقت جي سنڌ جي قانون ساز اسيمبليءَ ۾ مخالفت ڌر جي رهنما جي ايم سيد، اسيمبليءَ ۾ صوبن کي هڪ ڪرڻ واري خيال (ون يونٽ) جي سخت مخالفت ڪئي. سنڌ جي ڪجهه سياستدانن ۽ هاري رهنمائن، جي ايم. سيد جي پٺڀرائي ڪئي، جن ۾: حيدر بخش جتوئي، عبدالقادر ايم خان جنرل سيڪريٽري سنڌ هاري ڪميٽي، محمد هاشم گزدر نائب صدر قانونن ساز اسيمبلي پاڪستان، قاضي فضل الله، عبدالفتاح ميمڻ، پاڪستان مسلم ليگ خواتين ونگ سنڌ وغيره ون يونٽ ٺاهڻ جي مخالفت ڪئي.

ون يونٽ جي وڌندڙ مخالفت سبب مسلم ليگ جي سب ڪميٽيءَ پنهنجو سڄو مامرو مسلم ليگ اسيمبليءَ جي حوالي ڪيو. جنهن 03 سيپٽمبر 1954ع تي اڪثريت راءِ سان ون يونٽ جي پلان کي رد ڪيو. گڏجاڻيءَ ۾ 56 ميمبرن مان 32 ميمبر شامل ٿيا، جن مان صرف 2 ميمبرن: چوڌري محمد علي ۽ سردار امير اعظم خان ون يونٽ جي حق ۾ بحث جي شروعات ڪئي ۽ سنڌ جي وڏي وزير پيرزادي عبدالستار، منصوبي جي سخت مخالفت ڪئي. ون يونٽ جي خلاف ووٽن ۾ سنڌي، بلوچي، بنگالي ۽ ڪجهه پنجابي ميمبر به شامل هئا. 14 نومبر 1954ع تي مٿانهين سطح واري گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ محمد ايوب کهڙو، ممتاز دولتانه، پير قربان علي، چوڌري محمد علي ۽ سردار عبدالرشيد شامل هئا. ان گڏجاڻيءَ ۾ ون يونٽ جي دستاويز کي حتمي شڪل ڏني وئي ۽ سنڌ جي وزيراعليٰ پيرزادي عبدالستار جي وزارت ڊاهڻ جو فيصلو ڪيو ويو. عبدالستار پيرزادي پنهنجي طرفان ويڙهه ڪرڻ جو سوچيو ۽ ان دستاويز کي واڪي ڪرڻ جو منصوبو ٺاهيو هن تمام

گھٽي پيچ ڏڪ ڪئي ته ون يونٽ جو منصوبو عمل ۾ نه اچي، جنهن لاءِ هن پنهنجي بنگالي ۽ پناڻ سياسي دوستن سان ڳالهايو ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن کي پڻ اعتماد ۾ ورتو. قانونساز اسيمبليءَ جي 110 ميمبرن مان 76 ميمبرن هڪ بيان ڪيو ان تي صحيحون ڪري آئين ساز اسيمبليءَ ۽ پيرزادي جي وزارت تي مڪمل طور اعتماد جو اظهار ڪيو ۽ پيرزادي سنڌ.اسيمبليءَ جو اجلاس 15 نومبر تي ون يونٽ خلاف ٺهراءَ پاس ڪرڻ لاءِ گهرايو. پر 08 نومبر تي پيرزادي جي وزارت ان بنياد تي ختم ڪئي وئي ته ”صوبي ۾ بدانتظامي ٿي چڪي آهي“، پوءِ گورنر طرفان محمد ايوب کهڙي کي وزارت ناهڻ لاءِ چيو ويو. 12 نومبر 1954ع تي دفاع پاڪستان ايڪٽ تحت جي ايم سيد کي گرفتار ڪيو ويو. وزيراعظم 22 نومبر 1954ع واري پنهنجي تقرير ۾ سنڌ جي ميمبرن تي اهو زور ڀريو ته هو جلد ون يونٽ جي حق ۾ ووٽ ڏين. انهيءَ دوران 04 ڊسمبر 1954ع تي سنڌ اسيمبليءَ جي 80 ميمبرن ون يونٽ جي حمايت جو اعلان ڪيو. جن مان 49 ميمبرن لکت ۾ بيان جاري ڪيو. 27 مارچ 1955ع تي گورنر جنرل غلام محمد مغربي پاڪستان آرڊر جاري ڪيو. 28 مئي 1955ع تي نئين دستور ساز اسيمبلي چونڊي وئي. دستور ساز اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ بابت بل پيش ٿيڻ بعد ٻن مهينن تائين ان تي بحث هلندو رهيو. 30 سيپٽمبر 1955ع تي آخري ووٽنگ ڪرائي وئي. 43 ووٽ بل جي حمايت ۾ ۽ 13 ووٽ خلاف ويا. ون يونٽ کي قانوني حيثيت ملڻ جي خوشيءَ ۾ سرڪار پاران 14 آڪٽوبر 1955ع تي ڏينهن ملهائڻ جو اعلان ڪيو ويو. گورنر جنرل 15 آڪٽوبر 1955ع تي صوبن جي ختم ڪرڻ وارو آرڊيننس جاري ڪيو.

**مزاحمت:** ون يونٽ جي ٺهڻ تي سنڌ جي سياستدانن، اديبن، عالمن، دانشورن ۽ سمورن ساڃاهوند طبقن پنهنجن خدشن جو اظهار ڪيو ۽ ان کي سنڌ جي تشخص/ سڃاڻپ، سماجي ۽ معاشي حالت، ٻوليءَ، تعليم، ادب لاءِ هاڃيڪار قرار ڏنو ۽ سموري سنڌ ۾ ون يونٽ خلاف مزاحمت جو سلسلو شروع ٿي ويو.

هونئن ته ون يونٽ ٺهڻ دوران ئي سنڌ جي ماڻهن ان جي خلاف ڀرپور احتجاج ڪيو. اها جدوجهد پارليامينٽ جي ايوان کان جلسن جلوسن تائين مسلسل جاري رهي، پر 1957ع ۾ جي ايم سيد، رئيس غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ ٻين ڪيترن ئي اڳواڻن گڏيل صلاح مشوري سان گهڻ طرفي انداز ۾ ون يونٽ خلاف باقاعدي جدوجهد جي شروعات ڪئي. جنهن ۾ اسيمبليءَ اندر ون يونٽ خلاف آواز اٿارڻ ۽ ان جي خاتمي لاءِ ڪوششون ڪرڻ پڻ شامل هو. ان سلسلي ۾ جي ايم سيد اسڪندر مرزا سان ڳالهايو ته هو ون يونٽ ٽوڙڻ ۾ سنڌين مدد ڪري. انهن ئي ڏينهن ۾ مغربي پاڪستان ۾ ننڍيون وڏيون مختلف پارٽيون ٺهنديون رهيون. نيشنل پارٽي ۽ ريپبلڪن پارٽيءَ جو پاڻ ۾ معاهدو ٿيو ان معاهدي تي خان غفار خان، جي ايم سيد ۽ افتخار الدين نيشنل پارٽي طرفان ۽ فيروز خان، سردار عبدالرشيد ۽ سيد عابد حسين ريپبليڪن پارٽي طرفان ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي، غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي، پيرزادي عبدالستار ۽ پير پاڳاري جي موجودگيءَ ۾ صحيحون ڪيون. ان معاهدي ۾ اهو طئه ٿيو ته اسيمبليءَ اندر ون يونٽ خلاف جي ٺهراءَ ڀرپور حمايت ڪبي. 25 جولاءِ 1957ع تي مولانا ڀاشانيءَ ڍاڪا ۾ ڪُل پاڪستان ڊيموڪريٽڪ ورڪرز جو ڪنوينشن گهرايو جنهن ۾ سنڌ مان جي ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، محمود الحق عثماني، علي احمد قريشي، مير رسول بخش ٽالپر، سوڀو گيانچنداڻي، غلام محمد لغاري، قاضي فيض محمد شريڪ ٿيا. هتي ئي هڪ آل پاڪستان پارٽي ’نيشنل عوامي پارٽي‘ (نعپ) وجود ۾ آئي، جنهن جو سربراهه مولانا ڀاشاني هو. ان ڪنوينشن ۾ هڪ ٺهراءُ پاس ٿيو ته ”ون يونٽ کي ٽوڙي ان جي جاءِ تي سب فيڊريشن ناهي وڃي.“ ان موقعي تي سائين جي ايم سيد ون يونٽ خلاف سخت موقف ورتو ته ون يونٽ کي ٽوڙيو وڃي، پر وقتي طور نعپ ريپبلڪن پارٽيءَ سان جيڪو معاهدو ڪيو هو ان ۾ ڪجهه گوٺ ناٺ ٿي رهي هئي، پر جي ايم سيد جي زور تي ريپبلڪن پارٽيءَ اهو فيصلو ڪيو ته هو ون يونٽ ٽوڙڻ جي بل ۾ رخنو نه وجهندا.

هيڏانهن سنڌ ۾ 19 آگسٽ 1957ع تي شهدادڪوٽ ۾ حيدر بخش جتوئيءَ ’سنڌ هاري ڪميٽيءَ‘ جو هڪ تمام وڏو جلسو ڪيو، جنهن ون يونٽ جي سخت مخالفت ڪئي. 5 نومبر 1957ع تي خيرپور ۽ سکر، 9 نومبر 1957ع تي نوابشاهه ۾ نيشنل عوامي پارٽي طرفان ون يونٽ ٽوڙ تاريخي ڪانفرنسون ٿيون. جن ۾ هزارن جي تعداد ۾ ماڻهن شرڪت ڪئي. خيرپور واري جلسي جي صدارت عبدالرزاق سومري سکر واري جلسي جي صدارت قاضي فيض محمد ۽ نوابشاهه واري جلسي جي صدارت سائين جي ايم سيد ڪئي. ميرپورخاص جي ساماري تعلقي جي اندر پير پٿوري جي ميلي دوران ٽن ڏينهن لاءِ نومبر 1957ع ۾ ون يونٽ ٽوڙ ڪانفرنس ٿي. ڪانفرنس جي پهرين نشست جي صدارت نيشنل عوامي پارٽيءَ جي اڳواڻ غلام محمد لغاري، ٻي نشست جي صدارت ڪامريڊ عبدالقادر ايم خان ڪئي. هن ڪانفرنس جو اهتمام نيشنل پارٽي ۽ ضلعي ٿرپارڪر هاري ڪميٽيءَ ڪيو هو.

هوڏانهن 18 سيپٽمبر 1957ع تي ون يونٽ ٽوڙڻ وارو بل اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيو ويو. ان معاهدي تي هيٺيون ٺهراءُ پاس ڪيو ويو ته: ”مغربي پاڪستان جي هيءَ قانون ساز اسيمبليءَ قومي اسيمبليءَ کي سفارش ڪري ٿي ته مغربي پاڪستان جا صوبا لساني بنيادن تي بحال ڪيا وڃن ۽ ڪين صوبائي خودمختياري ڏني وڃي ته جيئن هو مغربي پاڪستان جي هڪ زونل فيڊريشن ناهين ۽ ٻئي پارٽيون انهيءَ جي ڀرپور حمايت ڪن ٿيون.“ ٺهراءُ پيش ٿيڻ سان قانون ساز اسيمبليءَ ۾ ڏکيو بحث شروع ٿيو جنهن ۾ علي مردان ٺهراءَ جي مخالفت ڪئي ۽ سيد جميل حسين رضوي، خان سيف الله خان، ميجر جنرل جمالدار خان، قاضي فضل الله ۽ پيرزادي عبدالستار ٺهراءَ جي حمايت ڪئي. مسلم ليگ جو رويو خاموشيءَ ۽ لاتعلقي وارو هو ۽ ان جا سڀ ميمبر چپ رهيا. 306 ميمبرن جي هن ايوان ۾ 170 ميمبرن جي حمايت سان اهو ٺهراءُ پاس ٿيو ۽ چئن ميمبرن مخالفت ڪئي. مسلم ليگ جي خاموش رهڻ سبب

ان جو ووٽ نہ ڳڻيو ويو. 170 ميمبرن مان 3 (ٽي) ميمبر صوبي سرحد ۽ بلوچستان جي مسلم ليگ جا هئا. جن ٺهراءَ جي حق ۾ ووٽ ڏنو 170 ميمبرن مان 13 ميمبر مخالف گروپ ۾ شامل ٿيا. 8 ميمبر نيشنل عوامي پارٽيءَ جا ٿيا. 149 ميمبر ريپبلڪن جا ٿيا. ان سڄي ڪم پويان سائين جي ايم سيد جي ڏاهپ ۽ سمجهہ تمام وڏي حد تائين ڪم آئي. جنهن جو مڪمل ساٿ رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي ۽ پيرزادي عبدالستار ڏنو. ان ٺهراءَ جي پاس ٿيڻ ڪانپوءِ مرڪزي حڪومت ٺهراءَ جي پاس ٿيڻ کي غلط قرار ڏنو.

آڪٽوبر 1958ع ۾ مارشل لا لاڳو ڪيو ويو. ان ڪري ون يونٽ ٽٽي نہ سگهيو. سنڌ لاءِ حالتون اڃا بہ خراب ٿي ويون ۽ مزاحمت جو سلسلو ڪجهہ وقت رڪجڻ ڪانپوءِ ٻيهر شروع ٿيو.

14 آڪٽوبر 1963ع تي لاڙڪاڻي ۾ ڪارو ڏينهن ملهايو ويو. هزارين ماڻهن ٻانهن تي ڪاريون پٽيون ٻڌي ون يونٽ ٽوڙڻ جو مطالبو ڪيو. 15 آڪٽوبر 1963ع تي سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگردن پڻ ڪارو ڏينهن ملهايو. (وڌيڪ ڏسو: سنڌي ٻوليءَ جي بقا لاءِ هلچل) 1963ع ۾ سنڌ ۾ ون يونٽ خلاف زبردست وال چاڪنگ واري مهم شروع ٿي. ون يونٽ خلاف جدوجهد ۾ سنڌي ادبي سنگت جو ڪردار پڻ ساراهہ جوڳو رهيو. 1958ع ۾ محمد عثمان ڏيپلائيءَ کي گرفتار ڪيو ويو.

سنڌي ادبي سنگت 9 نومبر 1963ع تي 'يوم سنڌي زبان' ملهايو. ون يونٽ خلاف هڙتالن ڪرڻ سبب محرابپور مان ايس اين ايس ايف اڳواڻ غلام رسول سهتو، منظور علي ملاح، گلاب علي راڄپر، عبداللطيف ملاح، جيڪب آباد مان شاگرد تحريڪ اڳواڻ امداد اوڍو وغيره گرفتار ٿيا ۽ مختلف جيلن ۾ عقوبتن جو شڪار ٿيا. ون يونٽ خلاف جدوجهد ڪندڙ ڪجهہ سنڌ جي سڄڻن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا، جن ۾: شيخ عبدالمجيد سنڌي، سائين جي ايم سيد، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي، قاضي فيض محمد، محمد ابراهيم جويو، حفيظ قريشي، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، عبدالڪريم گدائي، نياز همايوني، تنوير عباسي، قاضي محمد بخش ڏامراهہ، ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي، شيخ اياز، رسول بخش پليجو لالا قادر، ابن حيات پنهور، خالد سنڌي، اختر بلوچ، يوسف لغاري، رشيد ڀٽي، ناصر مورائي، ڄام ساقي، مسعود نوراني، مجيب پيرزادو، محمد عمر ميمڻ، طارق اشرف، نذير احمد چنا، حميد سنڌي، يوسف ٽالپر شوڪت سنڌي، امان الله شيخ وغيره قابل ذڪر آهن. سنڌي ماڻهن جي جدوجهد نيٺ رنگ لاتو ۽ 28 نومبر 1969ع تي يحيٰ خان ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو.

سنڌ جي سياستدان جي ايم سيد، ون يونٽ دوران سنڌ سان ٿيندڙ معاشي ناانصافين جو ذڪر هيٺينءَ ريت ڪيو آهي:

- سنڌ جي 80 ڪروڙ روپين جي خرچ سان ٺهرايل ڪوٽڙي بئراج تي تنڊي محمد خان جون زمينون سرڪاري خرچ تي سڌاري غير سنڌين کي ڏنيون ويون.
- ڪيترن ئي سنڌي آفيسرن جا حق ريٽي، پنجاب جي جونيئر آفيسرن کي مٿين عهدن تي رکيو ويو. مسٽر عثمان علي انصاري، مسٽر ڊکڻ، آغا جعفر علي ۽ ٻيا ڪيترا انهيءَ ناانصافيءَ جو شڪار ٿيا.
- سنڌ سرڪار طرفان منظور ڪيل جابلو ۽ ٿر ايراضين کي سڌارڻ جون اسڪيمون رد ڪيون ويون. جيتوڻيڪ انهن تي خرچ سنڌ جي پئسي مان ٿئي ها، جڏهن تہ سنڌ صوبي جا 33 ڪروڙ روپيا بجيٽ، ون يونٽ ٺهڻ وقت قبضي ۾ آڻي، پنهنجي ڪم آڻي ڇڏيائون.
- سنڌي ادبي بورڊ، شاهہ لطيف سينٽرل ڪلچرل بورڊ وغيره لاءِ سنڌ سرڪار طرفان منظور ڪيل رقمن کي گهٽائي فقط نالي ماتر ڪيو ويو.
- سنڌ سرڪار طرفان هر سال هڪ تعلقي ۾ هاءِ اسڪول ۽ هر ضلعي ۾ ڪاليج ۽ اسپتال جون بحال ٿيل اسڪيمون ختم ڪرڻ سان گڏوگڏ زوري تعليم جي اڳوڻي دستور کي ختم ڪيو ويو.
- 1945ع ۾ سنڌ ۽ پنجاب جي وچ ۾ ٿيل پاڻيءَ جي معاهدي کي رد ۽ پنجاب جي فائدي لاءِ نوان پاڻي جمع ڪرڻ لاءِ بند ٻَڌا ويا.
- سنڌ جي مکيہ ڪاتن ۾ مکيہ عملدار غير سنڌي رکي کين وسيع اختيار ڏئي سنڌ جي مفادن کي نقصان پهچايا ويا.
- اقتصادي معاملن سان واسطو رکندڙ کاتن جي سلسلي ۾ مغربي پاڪستان جي بنيادن تي ادارا ناهي، انهن جي چارج غير سنڌين کي ڏئي سنڌ جو مالي استحصال ڪيو ويو. انهن مان مکيہ ادارا: واپڊا، ADC، PIDC، PICIC وغيره هئا.
- PIDC معرفت اسڪيمن تي خرچ ڪيل ٻن سؤ ڪروڙن مان سنڌ تي صرف ڏهہ ڪروڙ خرچ ڪيا ويا.
- سنڌ جي ٻاهرئين ۽ ٻڌي واپار ۽ ڪارخانن برپا ڪرڻ جي پاليسي اهڙي ناهي وئي، جو انهن ۾ هڪ هٽي غير سنڌين جي ٿي وئي.
- سنڌ جي اسپتالن، ريلوي اسٽيشنن، روڊن، ڪاليجن، اسڪيمن، مارڪيٽن ۽ جاين تي سنڌ ڪان ٻاهر جي ماڻهن ۽ سنڌ دشمنن جا نالا رکي سنڌ جي روايت ۽ ڪلچر کي نقصان پهچايو ويو.
- اردوءَ کي قومي ٻولي بنائي سنڌين کي غير مساوي حالتن ۾ رکي ڪراچي ميونسپالٽي ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان سنڌي زبان کي ختم ڪيو ويو.
- مغربي پاڪستان صوبو ٽي لک ڏهہ هزار چورس ميلن تي مشتمل هئڻ ڪري انتظامي طرح هلائڻ مشڪل هو ان ڪري اهل سنڌ سان بي انصافيون ٿيڻ لڳيون.
- سنڌ ۽ سنڌين جي حقن جي حفاظت لاءِ اُٿاريل هر ڳالهہ کي علائقائي ذهنيت، ملڪ دشمني، انتشار پسندي ۽ اسلام دشمني سڏي انهن جي اظهار تي بندش لاڳو ڪئي وئي.
- سموري سرڪار مشينريءَ کي سنڌي، بلوچ ۽ پختون قومن جي جدا وجودن، ڪلچر ۽ زبان کي اسلام، پاڪستان ۽ مسلم قوم جي نالي ۾ ختم ڪيو ويو.

- سنڌ اندر اسٽيشنن، روڊن، پٽرن، نوٽن، دڪانن تي سائين بورڊن ۽ ووٽر لسٽن تي نالا اردوءَ ۾ لکي، هڪ طرف سنڌي زبان کي نقصان پهچايو ويو ته ٻئي طرف نالن کي 'ڪلڻ هاب' بنايو ويو.
- سنڌ ۾ ڪوليل ڪارخانن، ادارن، بئنڪن، دڪانن ۽ واپار جي منڊين لاءِ ٻاهران ماڻهو گهرائي، هڪ طرف سنڌين کي روزگار کان محروم ڪيو ويو ته ٻئي طرف سنڌين جي آباديءَ جو توازن تبديل ڪيو ويو.
- ون يونٽ سيڪريٽريٽ ۾ اڪثريت غير سنڌين جي رکي وئي، جيڪي سنڌي اتي رکيا ويا، انهن کي اهڙو تنگ ڪيو ويو، جو ڪي نوڪري ڇڏي آيا ۽ ڪي تڪليفن ۽ مشڪلاتن ۾ مبتلا ٿي دانهون ڪندا رهيا.

مارشل لا لاڳو ٿيڻ ڪري ون يونٽ ٽٽي نه سگهيو حڪمران طاقتور طبقن جي مفادن جي تحفظ لاءِ ون يونٽ کي برقرار رکڻو هو، جو ان جي ٽٽڻ سان نئون سياسي نظام ننڍن صوبن ۽ بنگال (مشرقي پاڪستان) جي تعاون سان وجود ۾ اچڻ سان حڪمران طبقي کي خطرو لاحق ٿي ويو. آخرڪار 15 سالن جي عرصي بعد جنرل يحييٰ خان قوم کي خطاب ڪندي ون يونٽ جي خاتمي جو اعلان ڪيو ۽ 1 جولاءِ 1970ع تي باقاعدي ون يونٽ توڙي پاڪستان جا صوبا بحال ڪيا ويا.

مجموعي طور ون يونٽ جي عرصي دوران سنڌ سان ناانصافيون ٿيون، صوبائي خودمختياري ختم ٿي، لکين ايڪڙ آباد زمينون فوجي آفيسرن ۾ ورهايون ويون، نوڪرين ۾ به اڪيائي ٿي، مختلف وقتن تي سنڌي اڳواڻن جي ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ ٻين کي گرفتار ڪيو ويو. الوحيد اخبار سميت سنڌي ڪتابن تي پابنديون مڙهيون ويون، سنڌ جا سرسبز ٻيلا ختم ڪيا ويا، تعلقي اوٻاوڙي جو علائقو 'ماڇڪو' پنجاب ۾ شامل ڪيو ويو، سنڌي ٻوليءَ خلاف سازشون ٿيون، احتجاج ڪندڙ شاگردن ۽ قومي ڪارڪنن تي تشدد ٿيو، ڌارين جي آبادڪاريءَ سميت انيڪ مسئلا سنڌ کي ڏسڻا پيا.

**4 مارچ واقعو:** سال 1967ع ۾ حيدرآباد ۾، ان وقت جي ڪمشنر، مسرور حسن خان ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڏاهوڪي وائيس چانسلر پروفيسر مرحوم حسن علي عبدالرحمان جي وچ ۾ وڏا اختلاف پيدا ٿيا، جو ته ڪمشنر، سنڌ يونيورسٽيءَ جي انتظامي ڪمن ۾ دخل ڏيڻ لڳو هو. پروفيسر حسن علي عبدالرحمان صاحب سندس انهيءَ رويي جي مخالفت ڪئي، ان جي نتيجي ۾ ڪيس نه صرف سنڌ يونيورسٽيءَ مان هٽايو ويو پر ڪيس پوليس جي پهري هيٺ يونيورسٽيءَ کان پري، ٺٽي پهچائي ڪراچيءَ روانو ڪيو ويو. ڪمشنر جي طرفان اهڙيءَ طرح يونيورسٽيءَ جي انتظاميا جي ڪم ۾ دخل اندازيءَ، سنڌ ۾ هن هلچل کي وڌيڪ زور وٺايو. اهڙي عمل خلاف احتجاج ڪرڻ لاءِ جام شوري کان حيدرآباد ويندڙ سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگردن سان، راجپوتانا اسپتال واري جڳهه وٽ، 4 مارچ 1967ع تي ڪمشنر مسرور حسن خان جي حڪم تي، سنڌ جي سڄاڻ شاگردن ۽ عام ماڻهن تي ٿيل تشدد عوام کي اڄا تائين هرگز نه وسريو آهي. اخبارن ۾ ان وقت جون ڇپيل رپورٽون پڙهڻ جي لائق آهن. هن واقعي ۾ ڪيترائي شاگرد زخمي ٿيا ۽ 307 شاگرد گرفتار ڪري جيلن ۾ وڌا ويا. هنن ۾ اهم هئا: يوسف لغاري، يوسف ٽالپر، مسعود نوراني، مجيب پيرزادو، مسعود پيرزادو، اشفاق ميمڻ، لياقت جتوئي، منور ميمڻ، مظفر حسين شيخ، آغا زاهد، رفيق صفي، شريف ميمڻ، آفتاب اسراڻ، جام ساقي ۽ ٻيا.

گرفتار شاگردن تي ڪورٽ ۾ ڪيس هلايو ويو جنهن ۾ شاگردن پاران رسول بخش پليجو حفيظ قريشي (سينيئر) ۽ محمد ميمڻ وڪيل هئا. 4 مارچ جو ڏهاڙو جتي سنڌ اندر قومپرست تحريڪ جو بنياد ثابت ٿيو اتي هن واقعي شاگردن ۾ قومي جاڳرتا جو روح به ڦوڪيو.

هن واقعي کي ايوبي آمريت خلاف عوامي اُڀار ۽ مزاحمت جي علامت ۽ سنڌ جي حقن واري سياست جي سلسلي ۾ مُک موڙ (Turning Point) سمجهيو وڃي ٿو.

جنرل ايوب جي مارشل لا دوران سنڌ جي سياست، سياسي حقن ۽ اظهار جي آزاديءَ کي سلب ڪرڻ خلاف، جتي سنڌ جا اديب ۽ شاعر ثقافتي محاذ تي مزاحمت ڪري رهيا هئا، ته ٻئي طرف سنڌ جا قومي سياستدان مختلف محاذن تان جدوجهد ۾ مصروف هئا. نتيجي طور جي ايم سيد، حيدربخش جتوئي، شيخ اياز، قاضي فيض محمد، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، محمد عثمان ڏيپلائي ۽ ٻين وطن دوست ماڻهن کي مختلف جيلن ۾ بند ڪيو ويو. ڪتابن تي پابندي لڳائڻ سميت ڇاپخانا ضبط ڪيا ويا، سنڌي فائنل امتحان کي ختم ڪيو ويو.

سنڌي ٻولي ڳالهائڻ ۽ سنڌ لفظ لکڻ تي پابندي لڳائي، سنڌ کي سابق سنڌ لکڻ ۽ پڙهڻ جا جيڪي سرڪاري حڪمناما ڪڍيا ويا هئا، 4 مارچ جي واقعي پٺيان اهو ڏکهو سياسي پسمنظر هو. حيدرآباد ۾ راجپوتانه اسپتال لڳ ٿيل انهيءَ واقعي ۽ هن تحريڪ جا ٻيا به ڪجهه محرڪ هئا: ان وقت سڄي ملڪ وانگر سنڌ ۾ سياسي بيچيني انتها تي پهتل هئي.

**ووٽر لسٽون سنڌيءَ ۾ ڇاپڻ لاءِ جدوجهد:**

جولاءِ 1969ع ۾ جڏهن صدر يحييٰ خان اليڪشن جو اعلان ڪيو ته مغربي پاڪستان ۾ ووٽر لسٽون اردوءَ ۾ ۽ مشرقي پاڪستان ۾ بنگالي زبان ۾ ناهڻ جو فيصلو ڪيو ويو. ان تي سنڌ جو باشعور طبقو اُٿي کڙو ٿيو ۽ اخبارن ۾ سنڌ جو موقف ڇپيو ته، "هن کان اڳ هن خطي ۾ ووٽر لسٽون سنڌي ٻوليءَ ۾ شايع ٿينديون رهيون آهن. مارشل لا بعد اردوءَ ۾ ڇپيل لسٽون ٻهراڙيءَ جي ووٽرن لاءِ سمجهڻ ڏکيون آهن. ڇاڪاڻ ته سنڌي زبان دفتري زبان جي حيثيت رکندڙ ۽ پنهنجا منفرد اکر ۽ اُچار رکندڙ ٻولي آهي، ڪيترائي اسم جهڙوڪ: ڏڳاٽو، ڳهٽو، اڱارو، جام، ٻهڊمو، ڏونگريو وغيره نج سنڌيءَ جا لفظ آهن، انهن لاءِ اردو سميت ڪنهن ٻوليءَ ۾ اکر ناهن. تنهنڪري مطالبو ڪجي ٿو ته سنڌ ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ ووٽر لسٽون ڇاپيون وڃن". پر اليڪشن ڪميشن بهانا ڪري اهي مطالبا ٺُڪرائي ڇڏيا، جنهن تي سنڌ جي ساڃهه وند طبقي شديد احتجاج ڪيو 'سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽ فيڊريشن' جي صدر لالا قادر حڪومت کي چتاءُ ڏنو ته جيڪڏهن ووٽر لسٽون سنڌيءَ ۾ نه ڇاپيون ويون ته هو مرڻ گهڙيءَ تائين بک هڙتال تي ويهندو. پر سندس ان چتاءُ

کي حڪومتي عملدارن سنجيده نه سمجهيو ۽ معاملو ٽارڻ لاءِ اسسٽنٽ اليڪشن ڪمشنر ٺلهو اعلان ڪيو ته اردو لسٽن کي سنڌيءَ ۾ به ڇاپيو ويندو. لالا قادر پنهنجي قول تي قائم رهندي 7 نومبر 1969ع تي مرڻ گهڙيءَ تائين بک هڙتال شروع ڪري ڇڏي. ان عمل تي شاگردن جا جلوس به نڪتا. ’جيئي سنڌ‘ جا نعرا به بلند ٿيا. شاگردن جا ٽولا روڊن رستن تان نعرا هڻندا سنڌ يونيورسٽيءَ جي پراڻي ڪئمپس وٽ گڏ ٿيا. ٻن ڏينهن کانپوءِ ٻيا شاگرد به لالا قادر سان گڏ بک هڙتال تي ويهڻ شروع ٿيا. پوءِ بک هڙتالن جو سلسلو سنڌ زرعي يونيورسٽيءَ سميت سنڌ جي ٻين علائقن ۾ به شروع ٿيو. لالا قادر ۽ ٻيا هوڏ تان نه لٿا، معاملو وڌي ويو ته کين گرفتار ڪيو ويو، جنهن بعد اُن خال کي پُرڻ ۽ تحريڪ کي زنده رکڻ لاءِ سنڌ جي بهادر نياڻيءَ **اختر بلوچ**، تحريڪ کي سنڀاليو ۽ هوءَ ڊپٽي ڪمشنر جي بنگلي ٻاهرن 18 نومبر 1969ع تي پاڻ کي گرفتاريءَ لاءِ پيش ڪندي بک هڙتال تي ويٺي. سنڌ توڙي برصغير ۾ اهو پهريون واقعو هو، جو ڪنهن نياڻيءَ اهڙو بهادريءَ جو عمل ڪيو هجي. اختر بلوچ کي گهڻو ڊيڄاريو ۽ هيسايو ويو، پر هن ڪنهن جي پرواهه نه ڪئي. نيٺ رات جو دير سان بک هڙتالي ڪئمپ تي پوليس ڪڙو ڇاپو هڻي سمورن شاگردن کي گرفتار ڪيو ۽ اختر بلوچ تحريڪ جي پهرين قيدياڻي بڻجي وئي. ڪجهه وقت کانپوءِ ڪجهه ٻيون به نياڻيون بک هڙتال ۾ شامل ٿيون، جن مان رياض ميمڻ به هڪ هئي. ان تحريڪ پوءِ وڌيڪ زور ورتو، نيٺ حڪومت کي جهڪڻو پيو ۽ ووٽر لسٽون سنڌيءَ ۾ ڇاپڻ جو اعلان ڪيو ويو.

**پاڪستان ٺهڻ بعد سنڌي ٻوليءَ جي بقا لاءِ هلچل:**

ورهاڱي کان اڳ انگريزن جي دور ۾ سنڌيءَ کي سرڪاري/ دفتري، عدالتي ۽ تعليمي ٻوليءَ واري حيثيت مليل هئي. پر پاڪستان ٺهڻ بعد ڪي عنصر اهڙا پيدا ٿيا، جن جي ڪري ان جي اها حيثيت قائم نه رهي، انهن منجهان ڪي هئا: هندستان کان ٿيل لڏپلاڻ جي نتيجي ۾، آباديءَ جي تناسب ۾ ڦيرڦار، ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڌار ڪري مرڪز حوالي ڪرڻ، ون يونٽ جو قيام، شريف تعليمي ڪميشن ذريعي سنڌي ٻوليءَ کي ذريعه تعليم ۽ مادري ٻوليءَ طور سنڌ مان خارج ڪرڻ وغيره. اهي اهڙيون ڳالهيون هيون، جن تي سنڌ جا ساڃاهه وند ماٺ ڪري ڪونه ويٺا ۽ سنڌي ٻوليءَ جي تحفظ لاءِ ون يونٽ دوران مزاحمت شروع ٿي. ون يونٽ جي قيام کانپوءِ سنڌ ۾ جيڪو ادب سرجيو ويو تنهن ۾ پنهنجي ٻوليءَ، ثقافت، ماحول سان پيار جو اظهار ملي ٿو سنڌ کي درپيش خطرن سنڌ جي گهڻ گهرن کي پاڻ ۾ متحد ۽ بيدار ڪيو ناميارو اسڪالر ڊاڪٽر غلام علي الانا اُن دور کي ’سنڌيت‘ يا سنڌ جي جاڳرتا وارو دور چئي ٿو ان دور ۾ سنڌ جي تاريخ، ثقافت جي اهميت سيني سنڌين کي محسوس ٿيڻ لڳي، نوجوانن فلمي گيتن بجاءِ شيخ اياز، استاد بخاري، تنوير، شمشير، نياز همايونيءَ، امداد حسيني، سرويچ سجاولي، محمد خان مجيديءَ، مولوي احمد ملاح، ابراهيم منشي، عبدالحڪيم ارشد، راشد مورائي ۽ ٻين جديد شاعرن جي شاعريءَ کي پسند ڪرڻ لڳا. سنڌي فڪشن ۾ نوان موضوع آيا. سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا، مضمون ۽ ڪتاب شايع ٿيا. رومانوي داستانن مارئي، سسئي، نوري، سهڻي ۽ مومل وغيره نئين رنگ ڍنگ سان سنڌي زبان ۾ بيان ٿيڻ لڳا. ان عرصي ۾ سنڌي ٻوليءَ ترقيءَ جا سڀ مرحلا طئي ڪيا ۽ اها هاڻي شاهوڪار ۽ معياري زبان جي حيثيت ماڻي چڪي هئي. پر تنهن هوندي به ڌارين جي آبادڪاري ۽ سنڌ مخالف طاقتن سنڌي ٻوليءَ ۽ ثقافت کي ڇيهو رسائڻ لاءِ مختلف حربا استعمال ڪرڻ شروع ڪيا.

1956ع ڌاري سنڌي ٻوليءَ تي ’وار‘ شروع ٿيا. ان سال ڪراچي يونيورسٽيءَ جي انتظاميا طرفان سنڌي ٻوليءَ کي ’امتحاني ذريعي واري حيثيت‘ ۽ مادري ٻوليءَ طور پڙهائڻ واري حق کان به محروم ڪرڻ جا حڪم جاري ڪيا. اتي سنڌيءَ بدران اردوءَ کي اها حيثيت ڏني وئي ۽ چيو ويو ته ”سنڌي زبان اڃا ان لائق نه ٿي آهي، جو ان کي يونيورسٽيءَ جي امتحاني سوالن جا جواب لکڻ جو ڪامياب وسيلو قرار ڏنو وڃي!“

اهڙي موقف اچڻ بعد سنڌي شاگرد جيڪي ڪراچيءَ جي مختلف ميڊيڪل ۽ انجنيئرنگ ڪاليجن کانسواءِ ٻين ڪاليجن ۾ پڙهندا هئا، تن 4 سيپٽمبر 1956ع تي هڪ عام ميڙ آڏو هڪ مدلل ۽ مضبوط موقف واري سنڌي ٻوليءَ جي حق ۾ قرارداد پاس ڪئي. اهڙيءَ طرح سنڌي شاگردن ان قرارداد تحت سنڌي ٻوليءَ جي تعليمي حيثيت لاءِ جاکوڙ شروع ڪئي. جيتوڻيڪ اردو ڳالهائيندڙ نوآباد عملدارن مان ڪن وسان نه گهٽايو ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ٻيخ ڪني ڪرڻ شروع ڪئي، جن جا مثال هن ريت آهن، جيڪي ان وقت تعليمي ماهر ۽ اسڪالر نبي بخش خان بلوچ بيان ڪيا هئا:

”- سنڌي اسڪولن کي سنڌي ماستر ڏيڻ ۾ دير ۽ ٽال مٽول ڪئي وئي ۽ اتي اردو ماستر مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

- ڪراچيءَ جي پسگردائيءَ ۾ سنڌي اسڪول کولڻ ۾ ديرمدار ڪئي وئي.
- سنڌي اسڪولن جي ماسترن لاءِ ڪو به ٽريننگ ڪاليج مهيا نه ڪيو ويو، ٻئي طرف اردو ۽ گجراتي ماسترن لاءِ تربيت جا انتظام ڪيا ويا.
- مئٽرڪ ۽ ڪاليج سطح جي ڪورسن ۾ سنڌي پڙهڻ ۽ لکڻ ۾ تڪليفون پيدا ڪيون ويون.
- ڪراچي ايراضيءَ جي ڪوتاهه بين ادارن ۽ ڪامورن اهڙا قدم کڻي اڻ سڌيءَ طرح سنڌين کي نه رڳو اردوءَ کان بدظن ڪيو، پر مرڪزي حڪومتي پاليسين کان به مايوس ڪيو. ان قسم جي غلط پاليسين جي وڏي پبلسٽي ’پاڪستان ريلوي نظام‘ وجود ۾ اچڻ بعد ٿي، جو ريلوي کاتي وارن سنڌ جي سڀني ريلوي اسٽيشنن جا نالا سنڌيءَ مان مٽائي اردوءَ ۾ لکايا. هن قدم ملڪ جي اندروني اتحاد کي ڪاري ضرب لڳائي خواهمخواهه سنڌ وارن جي نفسيات ۾ اردو ٻوليءَ توڙي مرڪزي پاليسيءَ خلاف هڪ ردعمل پيدا ڪيو“

آڪٽوبر 1958ع واري مارشل لا کانپوءِ سنڌي زبان تي ٻيو وار ٿيو. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ غير سنڌي شاگردن کي سنڌي زبان جو هڪ پيپر لازمي پڙهڻو پوندو هو، اهو اڳتي هلي حيدرآباد جي ڊپٽي مارشل لا ائڊمنسٽريٽر

سنڌي ٻوليءَ جي بقا لاءِ هلچل

(جنرل ٽڪا خان) جي حڪم تحت ختم ڪيو ويو. انهيءَ حڪمنامي تي اعتراض ڪندي سنڌ يونيورسٽيءَ جي نامياري وائيس چانسلر علامه آءِ آءِ قاضيءَ پنهنجي منصب تان استعيفا ڏئي ڇڏي. ايوب خان جي ان وقت تعليمي ڪميشن جي رپورٽ موجب انهن شاگردن لاءِ به سنڌي سکيا ختم ڪئي وئي، جن جي مادري زبان سنڌي هئي. اهڙي عمل تي سڄيءَ سنڌ ۾ گوڙ شروع ٿيو. مزاحمت جي لهر پيدا ٿي، سنڌي ٻوليءَ جي بقا لاءِ 'سنڌي زبان سوسائٽي' ٺهي. حڪومت جي متعصب ڪامورن سنڌ ۾ استحصال شروع ڪيو. اهي بيداد سنڌي ادب جي تخليقي روپ ۾ مزاحمتي لکڻين ۽ شعرن جي صورت ۾ شايع ٿيا.

جنرل ايوب خان پوءِ ماڻهن کي خوش ڪرڻ لاءِ انهن مختلف مسئلن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ شروع ۾ ڏار ڏار **ڪميشنون ۽ ڪميٽيون** مقرر ڪيون. تعليم جي مسئلي لاءِ هن تڏهوڪي سيڪريٽري محمد شريف جي صدارت ۾ 'تعليمي ڪميشن' ٺاهي، جيڪا پوءِ **'شريف ڪميشن'** نالي سان مشهور ٿي. ان ڪميشن جي رپورٽ جو متن ۽ حاصل مطلب پمفليٽ جي صورت ۾ سنڌ جي نامور تعليمي ماهر ۽ دانشور محمد ابراهيم جويي، سليم احمد جي نالي سان هن ريت لکي ڇپايو هو:

"1959ع واري قومي تعليمي ڪميشن جيڪا پنهنجي معروف رپورٽ تيار ڪئي، ان ۾ سواءِ ڪنهن رک رکاءَ جي، ٻنهه ڪُليو ڪلايو سفارش ڪئي وئي ته سنڌي ٻوليءَ کي آهستي آهستي اهڙيءَ طرح نيست ۽ ناڪام بنايو وڃي، جو اها ڏرڪي ڏرڪي وڃي رڳو پنجين پرائمريءَ تائين تعليمي ذريعو رهي ۽ پوءِ نوبت ايستائين پهچي جو ڳالهائڻ جي ٻولي پڻ اردو ٿي پوي ۽ اردو هن ايراضيءَ جي عام مقبول ٻولي بڻجي پئي."

ان دور ۾ حڪومت جي انهن پاليسين خلاف مخالفت ۾ اچڻ ڪو معمولي ڪم نه هو، پر سنڌ جي گهٽگهرن سپوتن مقابلي جو محاذ ٺاهيو. سنڌي ادبي سنگت جي تڏهوڪي سيڪريٽري جنرل شمشير الحيدريءَ وڏي همت ڪري اديبن کي گڏ ڪيو. سنڌي اخبارن مهراڻ، عبرت، هلال پاڪستان ۽ نواءِ سنڌ وغيره سنڌي ماڻهن جا مطالبا، ٺهراءَ، ايڊيٽوريل ۽ بيان وڏي ترجيح سان ڇاپيا. ادبي رسالن به پاڻ ملهايو.

ان ڪان سواءِ ضلعي سطح تي نڪرندڙ مختلف اخبارن به ڀرپور مواد ڇاپيو.

**'سنڌي زبان سوسائٽيءَ'** پنهنجي پهرئين ميڙ (حيدرآباد) ۾ جيڪو ٺهراءُ پاس ڪيو، ان کي سنڌ جي ادبي ۽ علمي حلقن ۾ پذيرائي ملي. اهو ٺهراءُ 1959ع جي سنڌي ادبي بورڊ جي مخزن مهراڻ ۾ هن ريت ڇپيو:

"حيدرآباد شهر جي عالمن، اديبن ۽ معزز شهرين جو هيءُ اجلاس، تعليمي ڪميشن جي قومي تعليم بنسبت ظاهر ڪيل سفارشن ۾، صفحي 290 تي آيل انهيءَ تجويز تي تشويش جو اظهار ٿو ڪري، جنهن مطابق اولهه پاڪستان صوبي جي، سنڌ ۽ سرحدي علائقن ۾، اڙدو زبان کي ابتدائي ٽئين درجي کان لازمي ڄاڻائيندي، حيدرآباد ۽ خيرپور ڊويزنن ۾ ڇهين درجي کان اڙدوءَ کي تعليم جو واحد ذريعو ٺهرايو ويو آهي.

- تعليمي ڪميشن جي انهيءَ اصول تي پوري غور ۽ خوص ڪرڻ بعد، هيءُ اجلاس محسوس ٿو ڪري ته سال 1962ع کان، سنڌ علائقي ۾ موجود رائج تعليم ذريعي، يعني سنڌي زبان کي اڙدوءَ ۾ بدلائڻ سان، سنڌي علم ادب، زبان ۽ ثقافت جي ترقيءَ جا دروازا هميشه لاءِ بند ٿي ويندا، ۽ هتي جي موجوده تعليمي ادارن جو وجود پڻ خطري ۾ پئجي ويندو. جنهن جو اثر پاڪستان جي اڌ ڪروڙ سنڌي ڳالهائيندڙن ۽ سندن ايندڙ نسلن تي بيحد برو پوندو.

- هيءُ اجلاس حڪومت پاڪستان کي زوردار گذارش ٿو ڪري ته سنڌي زبان، پاڪستان جي هڪ تمام قديم، ترقي يافته، شاهوڪار، تاريخي، علمي ۽ ادبي زبان آهي، جنهن کي پاڪستان جي هڪ اهم حصي جي مادري زبان جو شرف پڻ حاصل آهي، جيڪا گذريل ڏيڍ صديءَ کان سنڌ صوبي جي سيني درسگاهن ۾، ذريعه تعليم رهندي آئي آهي، ۽ جيڪا پاڪستان جي هڪ وڏي علائقي جي معاشي ۽ معاشرتي، ذهني ۽ فڪري ترقيءَ جو ذريعو بنيل آهي، تنهن جي موجوده حيثيت کي نظرانداز ڪرڻ پاڪستان جي باشندن جي هڪ وڏي اڪثريت کي سندس ذهني پرورش جي حقيقي ذريعي کان محروم ڪرڻ جي برابر ٿيندو. ۽ اها ڳالهه سڄيءَ طرح ملڪ جي اجتماعي توڙي انفرادي، علمي توڙي ادبي، تعليمي توڙي تهذيبي ترقيءَ تي اثرانداز ٿي سگهي ٿي. تنهنڪري ضروري آهي ته سنڌي زبان کي صوبي سنڌ جي سيني ماڊل ۽ سيڪنڊري هاءِ اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ ذريعه تعليم جي حيثيت سان بدستور بحال ۽ برقرار رکيو وڃي."

**سنڌي زبان سوسائٽيءَ** هڪ عرضداشت (memorandum) به مرتب ڪئي ۽ اها تڏهوڪي مرڪزي وزير ذوالفقار علي ڀُٽي جي معرفت، جنرل محمد ايوب خان کي پيش ڪئي وئي. ان سلسلي ۾ مذڪوره سوسائٽيءَ جو هڪ وفد، ان دور جي مرڪزي وزير تعليم حبيب الرحمان سان، حيدرآباد ريلوي اسٽيشن تي، سندس سئلون ۾ مليو. ان وفد ۾ هيٺيان ميمبر شامل هئا:

مرحوم مخدوم امير احمد، پرنسپال سنڌ اورينٽل ڪاليج ۽ صدر سنڌي زبان سوسائٽي، مرحوم محمد ميمڻ، وڪيل، مرحوم سيد سردار علي شاهه 'ذاڪر' ايڊيٽر روزانه مهراڻ ڪراچي، مرحوم مولانا غلام محمد 'گرامي'، ايڊيٽر سماهي مهراڻ، مرحوم حفيظ قريشي وڪيل، خواجه غلام علي الانا (ان وقت ليڪچرر سنڌي ڊپارٽمينٽ سنڌ يونيورسٽي)، سيڪريٽري سنڌي زبان سوسائٽي. ان وفد، وزير تعليم کي سنڌي زبان جي سيني خوبين ۽ مسئلن کان واقف ڪيو.

ان وقت سنڌ جي سيني اخبارن، رسالن، ادبي انجمنن، قومي اسيمبليءَ جي ميمبرن، سياسي، سماجي ۽ ملڪي رهنمائن، اديبن، شاعرن ۽ سماجي ڪارڪنن، سنڌي زبان جي خلاف ڪنيل قدم تي محاذ ڪڙو ڪيو 1962ع ۾ ته هن تحريڪ ۾ وڌيڪ تيزي آئي. 'سنڌي زبان سوسائٽي' ۽ 'سنڌي ادبي سنگت' سنڌ هن تحريڪ ۾ زوردار حصو ورتو. ٻنهي ادارن طرفان سڄيءَ سنڌ ۾ ماڻهن کان صحيون وٺڻ جي

مهم هلائي وئي. انهيءَ مهم جي مراد اها هئي ته اهي صحيون هڪ ’اسڪرول‘ جي شڪل ۾، صدر محمد ايوب خان جي خدمت ۾ پيش ڪري، ثابت ڪجي ته سنڌ جي عوام جو هر طبقو هر نظريي ۽ هر فڪر وارو سنڌي، سنڌي زبان جي بقا ۽ بچاءَ لاءِ تن، من ۽ ڌن جي بازي لڳائڻ لاءِ تيار آهي. سنڌي ادبي سنگت، سنڌ، 23 سيپٽمبر 1962ع تي پنهنجي هڪ ڪنوينشن ۾ زوردار ٺهراءَ پڙهي بحال ڪيا. (اهو دستخط اسڪرول اڄ به سنڌالاجيءَ ۾ موجود آهي.)

1964ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي پروفيسرن ۽ آفيسرن خلاف پمفليٽ نڪتا. ساڳئي وقت سنڌ يونيورسٽيءَ ۽ بورڊ آف سيڪنڊري ايجوڪيشن حيدرآباد مان، سنڌي ٻوليءَ ۾ امتحانن جي جوابن ڏيڻ واري ذريعي کي هميشه لاءِ ختم ڪرڻ جي سلسلي ۾ پوسٽر جاري ڪيا ويا. انهيءَ ڪري هڪ دفعو وري زبان واري ختم ڪيل مسئلي کي چيڙيو ويو. ان جي جواب ۾ مادري زبانن کي ذريعه تعليم بنائڻ جي حق ۾ به پوسٽر نڪتا. ان کان سواءِ ون يونٽ جي ڪري، سنڌ کي پهتل نقصانن جي باري ۾، يادداشتون ورهايون ويون.

مشرقي پاڪستان ۾ اڳئي بنگالي ٻوليءَ جي حق ۾ زبردست تحريڪ هلي چڪي هئي ۽ ڪي شهادتون به ٿيون هيون. جنهن جي نتيجي ۾ بنگاليءَ کي به اردوءَ سان گڏ قومي ٻوليءَ جو درجو ملي چڪو هو، پر سنڌن زخم نه پرجي سگهيا هئا.

1971ع جي چونڊن ۾ مشرقي پاڪستان ۾ شيخ مجيب الرحمان جي عوامي ليگ ۽ مغربي پاڪستان ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي پيپلز پارٽي، وڏيءَ اڪثريت سان ڪاميابي حاصل ڪئي، پر اقتدار جي منتقليءَ جي سلسلي ۾ ڏڪير پوڻ سبب مشرقي پاڪستان وارو حصو جتي اڳئي علحدگيءَ جو ٻج پئجي چڪو هو، 21 ڊسمبر 1971ع تي، ’بنگلاديش‘ جي نالي سان، هڪ ڌار ۽ نئين مملڪت جي صورت ۾ وجود ۾ آيو.

مغربي پاڪستان وارو حصو چئن صوبن تي مشتمل، پاڪستان جي نالي سان اڌ ملڪ رهجي ويو. هن حصي ۾ جيئن ته پيپلز پارٽي هر صوبي ۾ اڪثريت سان چونڊجي آئي هئي، انهيءَ ڪري ان وقت جي مارشل لا ائڊمنسٽريٽر جنرل آغا محمد يحيٰ خان، باقي بچيل پاڪستان جون واڳون (1971ع ۾) پيپلز پارٽيءَ جي چيئرمئن ذوالفقار علي ڀٽي جي حوالي ڪيون. جنهن ’سول مارشل لا ائڊمنسٽريٽر‘ ۽ ’صدر پاڪستان‘ جي حيثيت ۾ ملڪ جون واڳون سنڀاليون.

جناب ذوالفقار علي ڀٽي، حڪومت جون واڳون سنڀاليندي ئي ريڊيو ۽ ٽي ويءَ تي، پنهنجيءَ پهرينءَ تقرير ۾، پاڪستان جي عوام کي، خاص ڪري مزدورن، هارين، پورهيتن ۽ شاگردن جون دليون موهي ڇڏيون. ڀٽي صاحب، زرعي، صنعتي، تعليمي ۽ تجارتي سڌارن جو نه فقط اعلان ڪيو پر هڪ هڪ نقطي لاءِ پنهنجي پروگرام جي وضاحت پڻ ڪئي. انهيءَ ڪري سڄي ملڪ ۾ هڪ هلچل مچي وئي. ڀٽي صاحب، جتي ملڪ گير حيثيت وارن پروگرامن کي پنهنجي سامهون رکيو هو اتي صوبائي، ضلعي ۽ ديهي سطح جي پروگرامن کي پڻ پنهنجي خطاب ۾ واضح ڪيو.

ذوالفقار علي ڀٽي جي اقتدار ۾ اچڻ ڪانپوءِ سنڌ جي ماڻهن، نئين حڪومت کان ون يونٽ ۽ ايوب خان واري مارشل لا جي زماني ۾، سنڌ، سنڌي ماڻهن، سنڌي ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ سان ٿيل زيادتين جي تلافيءَ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي پنهنجي اڳوڻي تعليمي، تدريسي، سرڪاري ۽ دفتري حيثيت بحال ڪرڻ جي گهر ڪئي. سنڌ جي ماڻهن گهر ڪئي ته:

- سنڌي ٻوليءَ کي سنڌ ۾ تعليم جو ذريعو بنايو وڃي.
- سنڌي ڪتابن تان پيل بندش هٽائي وڃي.
- سنڌ جي آفيسن ۾، سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ۽ دفتري ٻوليءَ طور ٻيهر رائج ڪيو وڃي ۽ سنڌي ٻوليءَ کي پاڪستان جي هڪ قومي ٻولي بنايو وڃي.
- سنڌ ۾ ريلوي ٽڪيٽون سنڌيءَ ۾ جاري ڪيون وڃن.
- سنڌ جي ماڻهن کي سرڪاري نوڪرين ۾ سندن حق ڏنو وڃي.
- سنڌ جي براجن جون زمينون، سنڌي هارين کي ڏنيون وڃن.

سنڌ جي ماڻهن جي مطالبن جو احترام ڪندي، سنڌ پيپلز پارٽيءَ طرفان، 1972ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ ۾، سنڌي ٻوليءَ جي دفتري ۽ تدريسي حيثيت بحال ڪرڻ لاءِ بل پيش ڪيو ويو. جيڪو 7 جولاءِ 1972ع واري اجلاس ۾ منظور ڪيو ويو. 15 جولاءِ 1972ع تي ذوالفقار علي ڀٽي، قومي اسيمبليءَ کي خطاب ڪيو ۽ چيو ته: ..... سنڌي هڪ قديم زبان آهي، ۽ جڏهن انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو، تڏهن سر چارلس نيپيئر چيو هو ته، زبان سان هٿ چراند ڪرڻ جي ڪابه ڪوشش نه ڪئي وڃي. جڏهن سنڌ بمبئيءَ سان شامل هئي، تڏهن بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ به سنڌي پڙهائي ويندي هئي، ۽ 1958ع تائين اها سرڪاري زبان هئي، جنهن ڪانپوءِ مارشل لا وارن، زباني حڪم جاري ڪري ان تي بندش وجهي ڇڏي هئي ... سنڌ اسيمبليءَ طرفان سنڌي ٻوليءَ واري منظور ڪيل بل تي عمل ڪرڻو پوندو، ڇاڪاڻ ته مان نه ٿو چاهيان ته سنڌ جي عوام ۾ پاڪستان لاءِ نفرت پيدا ٿئي. اردوءَ کي ڪو به خطرو ڪونهي، ڇاڪاڻ ته اها برصغير ۾ ڳالهائي وڃي ٿي، پر سنڌيءَ لاءِ خطرو پيدا ڪيو ويو هو، ۽ اهو ئي سبب آهي جو سنڌ جي ماڻهن جا جذبات شديد ٿي ويا آهن. مان سنڌ جي عوام جي حقن کي غصب ڪرڻ نه ٿو چاهيان، ۽ نه ئي وري سندن زبان يا ثقافت کي تباهه ڪرڻ گهران ٿو....“

سنڌ اسيمبليءَ، 7 جولاءِ 1972ع تي اهو بل منظور ڪيو ۽ 17 جولاءِ 1972ع تي، سنڌ صوبائي اسيمبليءَ جي سيڪريٽريءَ جمال الدين ابڙي جي صحيءَ سان، مذڪوره بل جي منظور ٿيڻ جو ’پڌرنامو‘ (notification) جاري ٿيو.

هن بل جي منظور ٿيڻ ڪانپوءِ، اردودان طبقي سمجهيو ته هاڻ شايد سندن زبان (اردوءَ) کي ختم ڪيو ويندو ۽ اردوءَ جو سنڌ ۾ هاڻ ڪو وجود ئي نه رهندو، ۽ جيئن ون يونٽ جي زماني ۾، ڪٽر سياسي اڳواڻن سنڌي ٻوليءَ کي ختم ڪرڻ پئي چاهيو. تيئن هاڻ اردو زبان کي ختم پيو ڪيو وڃي، ۽ اردو هاڻ درس تدريس جي زبان به نه رهندي. انهيءَ بي اعتماديءَ جو نتيجو اهو نڪتو جو ڪراچيءَ، حيدرآباد، سکر،

ميرپورخاص، نواب شاهه ۽ ٻين شهرن ۾، اردو ڳالهائيندڙ آباديءَ، اعتراضي جلسا ۽ جلوس ڪڍيا. ايتري قدر جو روزانه جنگ اخبار ۾، رئيس امروهوي صاحب جو هڪ نظم، سڄي صفحي تي، وڏي سرخيءَ سان ڇپيو، جنهن جي مطلع جي پهرين مصرع، دراصل هڪ نعرو هو: ”اردو ڪا جنازه هي، ذرا ڌوم سي نڪلي!“

رئيس امروهويءَ جي انهيءَ نعري، سڄيءَ سنڌ ۾ باهه ڀڙڪائي ڇڏي. وڏن وڏن شهرن، خاص ڪري ڪراچيءَ، حيدرآباد، ميرپورخاص ۽ سکر ۾ لساني جهيڙا شروع ٿي ويا. سنڌين ۽ اردودانن ۾ نفرتن، لساني جهڳڙن جي صورت اختيار ڪئي. انهن نفرتن جو ازالو اڄ تائين ٿي نه سگهيو آهي.

سنڌ جا لساني جهيڙا ايتري قدر ته زور وٺي ويا ۽ ڀُٽي صاحب تي دٻاءُ ايتري قدر ته وڌي ويو، جو ممتاز علي ڀُٽي جهڙو شخص، جنهن کي سنڌ اسيمبليءَ مان، سنڌي ٻوليءَ جي بل پاس ڪرائڻ تي، سنڌ جي ماڻهن ’ڏهيسر‘ جو خطاب ڏنو هو، سو به في الحال دهلجي ويو. شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي، ممتاز ڀُٽي کي زباني طرح حڪم ڪيو ته هُو سنڌي ٻوليءَ لاءِ سنڌ اسيمبليءَ مان منظور ڪيل بل تي عمل درآمد واري قدم کي في الحال ملتوي ڪري، ائين ممتاز علي ڀُٽي کي انهيءَ حڪم جي تعميل ڪرائڻي پئي.

پوءِ سنڌ مان سنڌي دان ۽ اردودان اڳواڻن تي مشتمل هڪ ڪميٽي جوڙي وئي. سنڌ جي سياستدانن ۽ اديبن مان جي ايم سيد، شيخ اياز ۽ قاضي فيض محمد کي اسلام آباد گهرايو ويو. جي ايم سيد اهو چئي وڃڻ کان انڪار ڪيو ته هڪ چونڊيل اسيمبليءَ جي فيصلي ۾ ترميم ڪرڻ جو حق ڪنهن به شخص يا اڻ چونڊيل ماڻهن يا ڪاميٽيءَ کي نه آهي، ان ڪري آءٌ احتجاج طور ان ڪاميٽيءَ ۾ شامل ٿي اسلام آباد اچڻ کان انڪار ٿو ڪريان ۽ پنهنجو احتجاج تاريخ اڳيان رڪارڊ ڪريان ٿو جڏهن ته قاضي فيض محمد ۽ شيخ اياز، ڀُٽي صاحب جي سڏ تي اسلام آباد وڃي ڪاميٽيءَ جي اجلاس ۾ شرڪت ڪئي. ڀُٽي صاحب طرفان مقرر ڪيل ان ڪميٽيءَ کي اهو اختيار ڏنو ويو ته اُها سنڌي ۽ اردو ڳالهائيندڙن جي مطالبن کي سامهون رکي، تجويزون ڏئي. انهيءَ ڪميٽيءَ هيٺيون تجويزون، ذوالفقار علي ڀُٽي جي خدمت ۾ پيش ڪيون:

- سنڌ کي دو- لساني صوبو قرار ڏنو وڃي.
- سنڌي ۽ اردو ٻئي ٻوليون، مادري زبان طور ابتدائي ڪلاسن کان ۽ غير مادري زبان طور، مڊل کان ڪلاس ٻارهين ڪلاس تائين، ٻنهي ٻولين جي ڳالهائيندڙ شاگردن کي، لازمي مضمون جي حيثيت ۾ پڙهايون وڃن.
- ٻنهي ٻولين جي پڙهائڻ لاءِ ’اسڪيم آف اسٽڊيز‘ جوڙي وڃي.
- سرڪاري ادارن ۾ نوڪريون ۽ خاص ڪري پيشه ور ادارن ۾ داخلائون، آباديءَ جي حساب سان بلديه ۽ ديهي آباديءَ جي تناسب سان ڏنيون وڃن.
- سرڪاري ادارن ۾ نوڪريون به ڪوٽا موجب ڏنيون وڃن.
- چٽاڀيٽيءَ جي امتحانن (PCS & CSS) ۾ ڪوٽا موجب نتيجا ڪڍيا وڃن.
- ٻارهن سالن تائين، غير سنڌي دان ڪامورن لاءِ، نوڪرين ۾ ڀرتي ٿيڻ ڪانپوءِ، سنڌي ٻوليءَ جو امتحان پاس ڪرڻ ملتوي ڪيو وڃي.

مطلب ته سنڌ اسيمبليءَ طرفان پاس ڪيل بل، وفاقي حڪومت جي غير جمهوري حڪم هيٺ واپس ورتو ويو ۽ پاڪستان ۾ جمهوري عمل ۾، هيءَ پهرين دخل اندازي ڪئي وئي. سنڌ جي تڏهوڪي گورنر جناب مير رسول بخش خان ٽالپر جي صحيءَ سان وفاقي حڪومت جي مداخلت تي، حڪومت سنڌ طرفان هڪ آرڊيننس ڪڍيو ويو، جيڪو ڪراچيءَ مان، 22 جولاءِ 1972ع تي جاري ٿيو انهيءَ آرڊيننس مان واضح آهي ته سنڌ جي صوبائي اسيمبليءَ جي پاس ڪيل قانون ۾، وفاقي حڪومت طرفان دست اندازي ڪئي وئي.

ان ڪانپوءِ آءِ جي آءِ (اسلامي جمهوري اتحاد) جو ٺهڻ، ڀُٽي صاحب کي لاهڻ، ڪيس هٽ ٺوڪيي الزام ۾ ڦاسي ڏيڻ جهڙا عمل تاريخ جو حصو آهن. سنڌ جي هن عظيم ليڊر سان اهڙو ڪِيس ڪرڻ وارو ڊڪٽيٽر ضياء الحق هو، جنهن جو دور پڻ سنڌ جي سياست ۾ هڪ ڪاري دور طور تاريخ ۾ ياد رهندو. سنڌ جي مظلوم عوام جي آهه عرش کي لوڏي وڌو ۽ 17 آگسٽ 1988ع تي، جنرل ضياءِ ۽ سندس 35 ساٿي، بهاولپور واري هوائي حادثي ۾ اجل جو شڪار ٿيا. انهيءَ حادثي ڪانپوءِ آئين موجب پاڪستان جي سينيٽ جي صدر، جناب غلام اسحاق خان، ملڪ جي صدر جون واڳون سنڀاليون. جنهن ساڳئي ئي سال 1988ع ۾، قومي ۽ صوبائي اسيمبليءَ جون چونڊون ڪرايون، جنهن ۾ پاڪستان پيپلز پارٽي، اڪثريت سان ڪامياب ٿي، جنهنڪري محترمه بينظير ڀٽو، وزيراعظم پاڪستان جي حيثيت ۾ قسم کنيو. مسلم دنيا ۾ محترمه بينظير ڀٽو، پهرين خاتون وزيراعظم ٿي هئي. سنڌ ۾ سيد قائم علي شاهه وزيراعليٰ مقرر ٿيو هو. پيپلز پارٽيءَ جي هن نئينءَ حڪومت کان، سنڌ جي ماڻهن، ٻين مطالبن سان گڏ سنڌي زبان جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ ’سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ‘ جي قائم ڪرڻ جي گهُر ڪئي. سيد قائم علي شاهه، سنڌ جي ماڻهن جي گهُر تي ’سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ‘ بدران ’سنڌي لئنگئيج بورڊ‘ ٺاهڻ جو حڪمنامو جاري ڪيو. ان حڪمنامي موجب سراج الحق ميمڻ کي مذڪوره بورڊ جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو. سراج صاحب پنهنجي انهيءَ مقرريءَ کي، انهيءَ اعتراض تي ٺڪرائي ڇڏيو ته سنڌ سرڪار، ’سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ‘ بدران ’سنڌي لئنگئيج بورڊ‘ ٺاهي، سنڌي ٻوليءَ سان ٺٺولي ڪئي آهي. پر حڪومت طرفان اٿارٽيءَ جي قيام جو وري ڪو اعلان ڪونه ٿيو. اهڙيءَ طرح ٻن سالن يعني 1990ع تائين، سنڌ جي ماڻهن جي اها گهُر سردخاني ۾ ئي رهي.

بعد ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سکيا، ترقيءَ ۽ استعمال جي (ترميمي ائڪٽ) 1990 ذريعي **سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ** جو بنياد وڌو ويو. جنهن کي چيئرمئن مقرر ڪيو ويو، جنهن 15 فبروري 1991ع کان چارج وٺي ڪم شروع ڪيو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مقرر ٿيو (وڌيڪ ڏسو: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، جلد ستون)

ويجهي ماضيءَ ۾ ’سنڌي ٻولي- قومي ٻوليءَ‘ واري مهم، سنڌي ادبي سنگت ۽ سنڌ جي ٻين ادارن ۽ تنظيمن پئي هلائي آهي. ان ڏس ۾

سنڌ اسيمبليءَ توڙي قومي اسيمبليءَ ۾ سنڌيءَ سميت ٻين صوبائي ٻولين کي قومي ٻوليءَ جو درجو ڏيڻ لاءِ بل پڻ پيش ٿيا آهن.

تاريخ 22 جنوري 2011ع تي سنڌ جي ثقافت کاتي ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي ڪوشش سان محترم محمد ابراهيم جويي جي سربراهيءَ ۾ هڪ لئنگئيج ڪميٽي جوڙي وئي، جنهن کي سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻولي قرار ڏيارڻ لاءِ لکپڙهه ڪرڻ ۽ اسيمبليءَ ۾ پيش ڪرڻ لاءِ بل جو ڊرافٽ ٺاهڻ جو ڪم ڏنو ويو. ڪميٽيءَ گڏجاڻيون ڪري اهڙو ڊرافٽ 20 فبروري 2011ع تي ٺاهي مڪمل ڪيو ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران 21 فيبروري 2011ع تي مادري ٻولين جي عالمي ڏينهن تي 'پاڪستان جون قومي ٻوليون' جي عنوان سان منعقد ٿيل سيمينار جي موقعي تي، سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻولي قرار ڏيارڻ لاءِ لئنگئيج ڪميٽيءَ طرفان سنڌ جي صوبائي ۽ قومي اسيمبلين ۾ پيش ڪرڻ لاءِ تيار ڪيل بل جو ڊرافٽ ان وقت جي وزير ثقافت سسئي پليجو جي حوالي ڪيو. جنهن بعد ۾ اُن کي سنڌ اسيمبليءَ مان پاس ڪرايو ۽ قومي اسيمبليءَ ڏانهن پڻ اماڻيو، پر اتي اهو رد ڪيو ويو. ائين سنڌي ٻوليءَ کي پنهنجي حق ۽ حيثيت کان محروم رکيو ويو آهي.

2013ع جي چونڊن جي نتيجي ۾ پاڪستان جي وفاقي حڪومت مسلم ليگ (نواز) کي ملي. هن حڪومت ۾ سنڌ مان محترمه ماروي ميمڻ کي قومي اسيمبليءَ ۾ انفارميشن، براڊڪاسٽنگ اينڊ نيشنل هيريٽيج واري اسٽينڊنگ ڪميٽيءَ جي چيئرپرسن بڻايو ويو. هن انهيءَ حيثيت ۾ سنڌ ۾ 'سنڌي ٻولي قومي ٻولي' نالي هلندڙ تحريڪ جي نتيجي ۾ ٿيل گهُر کي سامهون رکي سمورن صوبن مان ٻولين سان لاڳاپيل ادارن، تنظيمن ۽ يونيورسٽين جي سربراهن کان اسٽينڊنگ ڪميٽيءَ اڳيان پنهنجو پنهنجو موقف پيش ڪرڻ لاءِ لکت ۾ تجويزون گهرايون ۽ 13 مارچ 2014ع تي انهن بابت زباني طور ڳالهائڻ لاءِ سندن نمائندن کي گهرايو. سنڌ مان سنڌي ادبي سنگت، شاهه لطيف يونيورسٽي، سنڌ يونيورسٽي، ڪراچي يونيورسٽيءَ ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پنهنجو مؤقف ڏياري موڪليو. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پنهنجي مؤقف ۾ وفاق جي چئن وحدتن جي ٻولين: سنڌي، پنجابي، پشتو ۽ بلوچيءَ کي اردوءَ سان گڏ قومي ٻوليون قرار ڏيڻ جي تجويز پيش ڪري اهڙي گهُر ڪئي، جنهن سان محترمه ماروي ميمڻ متفق نه ٿي. ڇاڪاڻ جو هوءَ ملڪ جي سمورين مادري ٻولين کي قومي ٻوليون قرار ڏيڻ جي حق ۾ هئي. اهڙيءَ ريت 13 مارچ 2014ع تي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي مؤقف سان سهمت نه هئڻ ڪري ان جي نمائندي کي اسلام آباد اچڻ کان منع ڪيو ويو ته جيئن هوءَ پنهنجو موقف پيش نه ڪري. باقي ٻيا سمورا نمائندا، اسلام آباد ۾ وڃي پنهنجو پنهنجو مؤقف پيش ڪري آيا. ماروي ميمڻ صاحبه سيني جي ڳالهه ٻڌي، پر پنهنجي مؤقف تي قائم رهي ۽ سندس طرفان ڏنل هڪ ٺئي وقت 13 ٻولين کي قومي ٻوليون قرار ڏيڻ جو مؤقف اسٽينڊنگ ڪميٽيءَ ۾ رد ٿي ويو. اهو مسئلو سياست جي ور چڙهيل آهي. 'سنڌي ٻولي قومي ٻولي' نالي سان تحريڪ هلندڙ آهي.

**ايم. آر. ڊي تحريڪ (موومينٽ فار ريسٽوريشن آف ڊيموڪريسي (M.R.D):**
جنرل ضياءَ الحق جي طويل آمريت کان نجات حاصل ڪرڻ ۽ جمهوريت جي ٻيهر بحاليءَ لاءِ هيءَ تحريڪ حڪومت جي مخالف ڌر جي پارٽين گڏجي هلائي ته جيئن هو 1973ع جي آئين موجب غير جانبدار چونڊون ڪرائي. تحريڪ جو بنياد 6 جنوري 1981ع تي پيو. هن تحريڪ ۾ جيڪي 11 سياسي پارٽيون شامل هيون تن ۾ : پاڪستان پيپلزپارٽي، جميعت علماءِ اسلام، نئشنل عوامي پارٽي، نئشنل ڊيمو ڪرئٽڪ پارٽي، پاڪستان ڊيموڪرئٽڪ پارٽي، عوامي تحريڪ، پاڪستان مزدور ڪسان پارٽي، پاڪستان مسلم ليگ (خواجه خيرالدين گروپ)، پاڪستان نئشنل پارٽي، قومي محاذ آزادي ۽ تحريڪ استقلال شامل هيون.

تحريڪ جي معاهدي تي 9 اڳواڻن دستخط ڪيا، جن ۾ (1) بيگم نصرت ڀٽو (پ. پ)، (2) نوابزاده نصر الله (پي. ڊي. پي)، (3) ميان محمد علي قصوري (تحريڪ استقلال)، (4) خواجه ضمير الدين (پاڪستان مسلم ليگ)، (5) سردار عبدالقيوم (مسلم ڪانفرنس)، (6) مولانا فضل الرحمان (جمعيت علماءِ اسلام)، (7) معراج محمد خان، (8) فتحياب خان (پاڪستان مزدور پارٽي) ۽ (9) شيرباز مزاري (اين. ڊي. پي) شامل هئا.

ايم. آر. ڊي جي گڏيل معاهدي جو متن هن ريت هو: "اسان صحي ڪندڙ جدا جدا سياسي وابستگين جي باوجود اهو محسوس ڪريون ٿا ته اسان جي گڏيل اخلاقي ذميواري ۽ قومي فرض آهي ته قوم کي مفادن، حالتن جي سنگينين بابت ڄاڻ ڏيون ۽ خبردار ڪريون. جنهن سبب ملڪي وفاق جي وجود کي خطرو لاحق آهي. اسان جو اهو پختو يقين آهي ته پاڪستان ۽ مارشل لا هڪ ٺئي وقت گڏ هلي نه ٿا سگهن. ٻهريان يحيٰي خان جي مارشل لا پاڪستان کي ٻه ٽڪرا ڪيو. اوڀر حصو اسان کان الڳ ٿي ويو. هاڻي ضياءَ الحق جي مارشل لا جي نتيجي ۾ هڪ دفعو ٻيهر وفاق پاڪستان جي وجود کي وڏو خطرو آهي. موجوده بحران ايتري قدر شديد ۽ سنگين آهي، جو ان کي صرف پوري ملڪ جي عوام جي حمايت ۽ ان جي ووٽ سان چونڊيل حڪومت جي قيادت ۾ گڏيل جدوجهد سان ئي حل ڪري سگهجي ٿو. ان لاءِ اسان مطالبو ٿا ڪريون ته ضياءالحق اقتدار تان دستبردار ٿئي ۽ فوري طور مارشل لا ختم ڪري. ٻيءَ صورت ۾ ڪيس عوام جي ناقابل شڪست ارادن ۽ همت ذريعي هٽايو ويندو. اسان مطالبو ٿا ڪريون ته ٽن مهينن اندر 1973ع جي متفقه آئين جي موجب قومي ۽ صوبائي اسيمبلين جي آزادانه ۽ انصاف ڀريون ۽ اڻ ڌريون چونڊون ڪرايون وڃن ۽ اقتدار جي چونڊيل نمائندن کي منتقل ڪيو وڃي. گڏوگڏ وفاق پاڪستان جي چئني صوبن جا حق بحال ڪري کين مڪمل تحفظ ڏنو وڃي."

سنڌ، پنجاب ۽ ٻين صوبن ۾ تحريڪ کي فعال ڪري مظاهرا ۽ ميڙاڪا ٿيندا رهيا. فوجي حڪومت ان تحريڪ کي ناڪام ڪرڻ لاءِ وسان نه گهٽايو ٻه سال جي ماٺار کانپوءِ 1983ع ڌاري سنڌ ۾ ٻيهر هن تحريڪ زور ورتو پاڪستان پيپلزپارٽيءَ جي ان وقت جي سنڌ جي صدر

غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ سنڌي عوام روڊن تي نڪري آيو مظاهرا ۽ هڙتالون ڪيائون. تنهنڪري ڪافي گرفتاريون به ٿيون. پ. پ جي ڪارڪنن ۽ سرڪاري ايجنسين جي وچ ۾ هنگاما ٿيا. تحريڪ وڏي پيماني تي هلي، پر جنرل ضياءُ الحق مطالبا مڃڻ کان انڪار ڪيو.

1986ع ۾ ٻيهر ايم. آر. ڊي تحريڪ هلائي وئي. هن ڀيري تحريڪ استقلال ايم. آر. ڊيءَ کان جدا ٿي چڪي هئي. هن تحريڪ دوران سنڌ کي وڏو جاني نقصان رسيو سوين سنڌي نوجوان، آمراڻي حڪومت هٿان شهيد ٿي ويا. هن تحريڪ ۾ خيرپور ناٿن شاهه، ميهڙ، دادوءَ، سڪرنڊ، موري، نوشهري فيروز، ڳوٺ طيب ٿهيم، ڳوٺ احمد خان برهماڻيءَ جا سوين سنڌي شهيد ٿيا، جن ۾ پ پ اڳواڻ پنهل خان چانڊيو به شامل هو، جنهن جي نالي پٺيان اڄ اهو ڳوٺ ’شهيدن جو ڳوٺ‘ سڏجي ٿو. هن تحريڪ دوران سوين ڪارڪن گرفتار پڻ ڪيا ويا.

1988ع جي عام چونڊن کان ٿورو اڳ هيءَ تحريڪ غير فعال ٿي وئي. هر پارٽي الڳ الڳ ٿي وئي. پيپلز پارٽي اڪيلي سر، وڏي پارٽي هئڻ جي ناتي چونڊن ۾ حصو ورتو جڏهن ته ٻين پارٽين مسلم ليگ سان اتحاد ڪري ’اسلامي جمهوري اتحاد‘ (آءِ. جي. آءِ) جو بنياد رکيو.

**ڪالاباغ ڊئم جي تعمير خلاف جدوجهد:**

ڪالاباغ ڊئم منصوبي جو خيال سڀ کان اول ڊڪٽيٽر جنرل ايوب خان جي دور حڪومت ۾ سامهون آيو، پر جيئن ته جنرل ايوب خود سرحد (خيبر پختونخوا) صوبي جو هو، ان ڪري آمريڪا پاران ڊئم جي لاءِ سهڪار ڪرڻ باوجود جنرل ايوب ان منصوبي کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ زور نه ڏنو ڇو ته ڪالاباغ ڊئم ٺهڻ سان پٺاڻن جي نوشهره ۽ ٻين زرعي ضلعن کي نقصان پئي پهتو. جنهنڪري ڪالاباغ ڊئم منصوبو ٿورو پاسي تي هليو ويو. 1960ع واري سنڌ طاس معاهدي ڪانپوءِ ٽي اڀرندي وارا درياهه: راوي، بياس ۽ ستلج، هندستان کي ڏنا ويا ۽ پاڪستان کي ٽي اولهندي وارا درياهه: سنڌو، جهلم ۽ چناب مليا، جيڪي ملڪ جي پاڻيءَ جي ضرورتن لاءِ ناڪافي هئا. ان ڪري پنجاب جون نظرون سنڌو درياهه جي پاڻيءَ ۾ هيون. 1970ع ڪانپوءِ وقت جي حڪومت چالاڪيءَ سان چشما جهلم لنڪ ڪئنال ٺهرائي ورتو، جنهنڪري جيئن ئي هماليه مان پاڻي سنڌوءَ ۾ داخل ٿيندو آهي ته پنجاب طرفان چشما جهلم لنڪ ڪئنال جا دروازا کولي پاڻي ڪنيو ويندو آهي. ان ڪري سارين جي فصل دوران سنڌ کي پاڻي وقت سر نه ملندو آهي ۽ پنجاب سارين جا بمپر فصل ڪڍي ويندو آهي. چشما جهلم لنڪ ڪئنال ٺهڻ ڪانپوءِ 1984ع ۾ هڪ ڀيرو وري ڪالاباغ ڊئم منصوبو ٺاهڻ جو اعلان ڪيو ويو. جنهن جي سڀ کان اول سنڌ جي قومپرستن مزاحمت ڪئي ۽ جي ايم سيد ان مسئلي کي ايترو حساس ورتو جو هن پنهنجي ’جيئي سنڌ هلچل‘ سان گڏ ڪالاباغ ڊئم اهڙو جهڙي سنڌ دشمن منصوبن تي اثرائتي جدوجهد ڪرڻ لاءِ ’جيئي سنڌ ورڪنگ ڪميٽي‘ جوڙي، جنهن جي چيئرپرسن ڊاڪٽر حميده کهڙو کي مقرر ڪيو ويو. ڪالاباغ مخالف تحريڪ زور وٺندي وئي، ان دوران ڪالاباغ ڊئم خلاف ڇوپڙيون ڇپرائي ورهايون ويون، سيمينار ڪيا ويا، ٻئي طرف رسول بخش پليجي ۽ سندس پارٽي ’عوامي تحريڪ‘ پاران ٻين قومپرستن سان گڏجي ان تحريڪ کي سگهارو ڪيو ويو. مطلب ته جنرل ضياءَ جي مارشل لا واري دور ۾ به ڪالاباغ ڊئم خلاف ڀرپور جدوجهد هلائي وئي. سنڌين جو موقف هو ته جيڪڏهن اهو ڪالا باغ ڊئم ٺهيو ته سنڌ جي زراعت ته تباهه ٿي ويندي پر سنڌين کي پيئڻ لاءِ پاڻي به نه ملندو، سنڌوءَ ۾ پاڻي نه ايندو ته جر سُڪي ويندا. ڊيلٽا جا علائقا ڪارا ٿي ويندا، تمر جا ٻيلا ختم ٿي ويندا، جنهنڪري آبي جيوت پڻ ختم ٿي ويندي.

هڪ ڀيرو وري پاڪستان سرڪار ان معاملي کي جياريو ۽ 1989ع واري بجيٽ ۾ ڪالاباغ ڊئم جي اڏاوت لاءِ ٽي ارب رپيا رکيا، جنهن تي وري سنڌي ماڻهو ڪالاباغ ڊئم جي اڏاوت خلاف روڊن تي نڪري آيا، جنهن ڪانپوءِ مزاحمت هلندي رهي، سيد امداد محمد شاهه جي اڳواڻيءَ ۾ ڪالاباغ ڊئم مخالف اتحاد جوڙيو ويو. جنهن ڀرپور مزاحمت ڪئي. 1998ع ۾ پنجاب جا رستا بند ڪرڻ لاءِ قومپرستن سان گڏ پيپلز پارٽيءَ وارن گڏجي، سنڌ ۽ پنجاب جي سرحد ويجهو ڪمون شهيد وٽ ڌرڻو هنيو هو ۽ بينظير ڀٽو پهريون ڀيرو قومپرستن سان گڏ اسٽيج تي ويٺي هئي.

ان ڪانپوءِ وري ڪالاباغ ڊئم کي پاسي تي رکي پنجاب کي گريٽر ٿل ڪئنال ٺاهي ڏيڻ جو واعدو ڪيو ويو. گريٽر ٿل ڪئنال ذريعي به سنڌ جو پاڻي پنجاب ڪٽندو. ڪالاباغ ڊئم وانگر گريٽر ٿل ڪئنال به سنڌ دشمن منصوبو آهي. انهن سڀني منصوبن خلاف جيئي سنڌ قومي محاذ، عوامي تحريڪ ۽ ٻين جماعتن مختلف وقتن تي لانگ مارچ پڻ ڪيا.

ماهرن جي راءِ آهي ته ڪالاباغ ڊئم اهو منصوبو آهي، جيڪو سنڌ کي مڪمل طرح سُڪائيندو ۽ خيبرپختونخواهه کي ٻوڙيندو. اُهو ئي سبب آهي، جو هيءُ منصوبو هنن ٻنهي صوبن ۽ اتان جي عوام لاءِ زندگيءَ ۽ موت جو مسئلو آهي. گڏوگڏ بلوچستان جيئن ته ڳڊوءَ کان هيٺ سنڌوءَ مان پاڻي کڻي ٿو، تنهنڪري ڊئم جي صورت ۾ سنڌ سُڪڻ جي امڪانن سبب طئي آهي ته بلوچستان کي به جيڪو پاڻي 1991ع واري ٺاهه تحت ملي رهيو آهي، سو به ملڻ بند ٿي ويندو. اهوئي سبب آهي، جو سنڌ ۽ خيبرپختونخواهه سان گڏوگڏ بلوچستان به هن منصوبي جو نه رڳو مخالف آهي پر ان کي اسيمبليءَ جي ذريعي رد به ڪري چڪو آهي. صرف پنجاب ئي ورهين کان وٺي ڪالاباغ ڊئم جي وڪالت ڪندو رهيو آهي، ۽ وقت بوقت اهڙو آواز اٿاريندو رهندو آهي، پر باقي ٽن صوبن طرفان شديد مخالفت سبب ڪيس ماٺ ٿيڻو پوندو آهي.

پاڻي ماهرن جي راءِ آهي ته جڏهن هن وفاقي ملڪ جا ٽي صوبا ۽ اهم سياسي جماعتون بشمول حڪمران جماعت ڪالاباغ ڊئم ۽ گريٽر ٿل ڪئنال منصوبن جي حق ۾ نه آهن، ته پوءِ اهي يقيناً نه ٺهڻ گهرجن.

## سنڌ جي تختگاهن جي تاريخ

حڪومت جي صدر مقام، پايهء تخت ۽ بادشاهه جي رهڻ واري هنڌ کي عربيءَ ۾ 'دارالسلطنت' يا 'دارالحڪومت'، فارسيءَ ۾ 'تختگاهه' ۽ سنڌيءَ ۾ 'گاديءَ جو هنڌ' ۽ 'راڄڌاني' چيو ويجي ٿو. سنڌ جي تاريخ ۾ ڪيترا تختگاهه جن مان ڪي وقت سان گڏ صفحهء هستيءَ تان مٽجي ويا، ڪي کنڊرن جي صورت ۾ موجود آهن ۽ ڪي ترقي ڪندا اڄ به وڏن شهرن جي صورت ۾ آهن.

هيٺ سنڌ جي ڪن اهم تختگاهن جو الف - ب وار ذڪر ڪجي ٿو:

**اروڙ:** روهڙي شهر کان 5 ميل پري، ڏکڻ اوڀر ۾، اروڙ جي ٽڪريءَ تي هن قديم شهر جا نشان ملن ٿا، جيڪو ڪنهن زماني ۾ سنڌ جو تختگاهه، عظيم بندرگاهه ۽ تجارتي شهر هو. اروڙ، هاڪڙي درياءَ تي هڪ وسندڙ ۽ ڳتيل شهر هو، جنهن جو بنياد انهن ڏينهن ۾ پيو، جڏهن هتي تهذيب ۽ تمدن جي نشونما ٿي. آثار قديمه جا ڄاڻو لکن ٿا ته نئين پٿر جي دور جي انسانن جي اجهن جا آثار، سنڌ ۾ لکي ۽ ڪيرٿر جبلن جي غارن ۽ روهڙيءَ وارين ٽڪرين ۾ اڪيچار آهن. اڄ به اروڙ جي کنڊرن ۽ آسپاس ۾ اهڙا ڪيترا آثار ڏسي سگهجن ٿا.

آرين سنڌ جي وسيل ۽ شاهوڪار شهرن کي قبضي ۾ آڻڻ وقت اروڙ کي محفوظ ۽ اتاهين جڳهه تي ڏسي، قبضو ڪيو. ويدن جي زماني ۾ هتي هڪ راڻي راڄ ڪندي هئي، جنهن جو نالو 'روماسا' هو جيڪا نهايت ڀاڄهاري ۽ فن موسيقيءَ جي ماهر پڻ هئي. سندس شان ۾ ڪيئي اشلوڪ ملن ٿا. مهاڀارت ۽ رامائڻ جي زماني ۾ اروڙ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ رهيو. اروڙ جا پويان حڪمران چندر ونسي- اروڙ ونسي خاندان جا هئا، جن جو لقب راءِ هو. جن 450 هه/1058ع کان 642هه/1166ع تائين حڪومت ڪئي. چندر ونسين کان اڳ سورج ونسي راجپوتن مان راجا بليڪا جي پٽن 1100 ق. م ڌاري هن شهر تي راڄ ڪيو ۽ ان کي اوج تي رسايو ان دور ۾ به اروڙ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ رهيو. جڏهن سڪندر مقدونيءَ سنڌ تي ڪاهه ڪئي، تڏهن هُو اروڙ آيو هو. هتان جو راجا موسيڪانس هو. جنهن ساڻس سخت مقابلو ڪيو. لئمبرڪ جي لکڻ موجب ان وقت جي سنڌ کي يونانين موسيڪانس چيو آهي ۽ ان جي گاديءَ جو هنڌ اروڙ هو. راءِ سهارس جي ڏينهن ۾ جڏهن ايران جي شهنشاهه نيمروز سنڌ تي ڪاهه ڪئي، تڏهن راءِ سهارس سندس مقابلو ڪيو. 93هه/ 712ع ۾ جڏهن عربن اروڙ تي حملو ڪيو تڏهن به هيءُ شهر سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو عربن جي سنڌ تي قبضي ڪانپوءِ اروڙ جو ٺٽ ٺانگر ختم ٿي ويو جڏهن ارغونن سنڌ تي غاصبانه قبضو ڪيو تڏهن هتان جي حريت پسند ڌاريجن کي سزا ڏيڻ ۽ باغي تحريڪ کي روڪڻ لاءِ شاهه بيگ اروڙ ۾ ڇانوڻي هنئي ۽ ڌاريجن سان ٽي چار لڙايون لڙي کين شڪست ڏئي، قتل ڪيائين ۽ اروڙ کي برباد ڪري، ان جو سرون ڪڍائي بکر ۾ پنهنجي ماڻهن جي رهائش لاءِ ڪالونيون نهرائڻ ۾ ڪم آنديائين.

اروڙ، تاريخ جي هر دور ۾ شروع کان وٺي عربن جي آمد تائين سنڌ جو تختگاهه رهيو آهي. هن شهر کي مضبوط عالم پناهه ڊڪل هئي ۽ اروڙ محلاتن، عاليشان عمارتن ۽ باغن ڪري مشهور هو. هندستان جا ڪيترائي راجا، اروڙ جي راڄڌانيءَ کي دل پريندا هئا. هتي علم ۽ ادب وڏي ترقي ڪئي. قاضي اسماعيل، شيخ مخدوم محمد قطب، قاضي ستابو، شاهه شڪر گنج ۽ ڄتو عمراڻي هتان جا مشهور بزرگ ٿي گذريا آهن. سنڌ جي پهرين تاريخ، هن سرزمين تي لکي وئي. قاضي ستابو هتان جو وڏو عالم هئڻ سان گڏ اروڙ ۽ بکر جو محتسب اعليٰ هو.

اروڙ مشغول ترين بندرگاهه ۽ شهر هو. جيڪو هاڪڙي جي رخ مٽجڻ ڪري ڦٽي ويو ۽ عربن منصوره کي وڃي گاديءَ جو هنڌ بنايو.

**المنصوره:** محمد بن قاسم جي سنڌ مان واپس وڃڻ ڪانپوءِ، سنڌ تي عرب گورنر مقرر ٿيندا رهيا، جن جي سياسي مصلحتن ۽ تبديلين ڪري ملڪ ۾ بدانتظامي پيدا ٿي. ڪيترن ڏيهي سردارن ان ڪمزوريءَ جو فائدو وٺي، خودمختياريءَ جو عَلَم ڪڙو ڪيو. ان بغاوت کي منهن ڏيڻ لاءِ عرب جي مرڪزي سرڪار حڪم بن عوام ڪلبيءَ کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو. هن سان عمرو بن محمد بن قاسم به گڏ آيو. عمروءَ گورنر جي حڪم سان، سنڌ جو اندروني انتظام درست ڪيو ۽ خودمختيار علائقن کي ٻيهر فتح ڪيو. انهن فتحن جي خوشيءَ ۾ عمرو بن محمد بن قاسم، مهراڻ جي الهندي ڪپ تي موجوده برهمڻ آباد کان ٻن ميلن جي پنڌ تي ضلعي سانگهڙ جي موجوده شهر شهدادپور کان اٺ ميل اوڀر ۾ 'المنصوره' شهر اڏايو. اهو زمانو 723ع کان 738ع جو آهي. هن شهر جي پکيڙ هڪ چورس ميل هئي، ۽ ان جي چوڌاري ندي هئي، جنهنڪري هتي هر وقت تجارتي ٻيڙا موجود رهندا هئا.

هيءُ شهر تعمير جي لحاظ کان وڏي اهميت رکي ٿو. شهر جي چوڌاري، عالم پناهه هئي، جنهن کي چار دروازا هئا. جيڪي حملي وقت بند ڪيا ويندا هئا. انهن دروازن جا نالا: باب البحر، باب طوران، باب سندان ۽ باب ملتان هئا. قلعي ۾ فوج لاءِ بارڪون هيون ۽ پنجاهه هزار فوج، هر وقت تيار رهندي هئي. منصوره، ان وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو جنهن جون حدون ديبل کان الور تائين هيون. رياست اندر ٽي لک ڳوٺ هئا.

ادريسيءَ لکيو آهي ته منصوره وچين دور جي ٽن وڏن شهرن بغداد، المبليا ۽ ميسوپوٽيما سان گڏ ڳڻيو هو هي وڏو واپاري شهر هو.

منصوره علمي لحاظ کان دمشق ۽ بغداد ثاني بڻجي ويو. هتي ڪيترا عالم، فاضل، اديب ۽ شاعر رهندا هئا. عراق ۽ عرب مان ڪيترا عالم لاڏي هت اچي رهيا. منصوره، سنڌ جو پهريون شهر آهي، جتي مدرسن جي ابتدا ٿي. قاضي ابو دائود منصوريءَ جي مدرسي ۾ هڪ ئي وقت سوين شاگرد تعليم حاصل ڪندا هئا. قرآن شريف جو پهريون ترجمو سنڌي ٻوليءَ ۾، هڪ عراقي عالم منصوره ۾ ڪيو. عرب حڪومت جو هي شهر مسلمانن جي ٺي بربريت جو شڪار ٿيو. 184هه/ 800ع ۾

مغيره هتان جو نائب ٿيو جنهن لاتعداد ماڻهن کي قتل ڪرايو. سندن گهرن کي باهيون ڏياريون. عربن جي گهرو ويڙهه سبب نه رڳو عربن جي طاقت کي ڌڪ لڳو، پر منصوره جي زوال جي شروعات ٿي. 417ھ/ 1026ع ۾ سلطان محمود غزنوي، منصوره ۾ هتان جي ماڻهن کي قتل ڪرايو ۽ هتان جي سومرن حڪمرانن خفيف کي قرمطي سمجهي مارايو ۽ شهر کي برباد ڪرڻ لاءِ سنڌو درياهه جو وهڪرو بدلائي ڇڏيو ۽ شهر ويران ٿي ويو ۽ اڄ کنڊر جي صورت ۾ موجود آهي.

**برهمڻ آباد:** برهمڻ آباد سنڌ جو قديم ۽ تاريخي شهر ۽ قديم دور ۾ سنڌ جي راڄڌاني رهيو آهي. هن شهر جو بنياد ايرانين جي سنڌ فتح ڪرڻ کان 50 سال پوءِ 470 ق. م بهمن بن اسفنديار رکيو، جنهنڪري 'بهمن آباد' ۽ پوءِ 'برهمڻ آباد' سڏجڻ ۾ آيو. گرديزيءَ 'زين الاخبار' ۾ لکيو آهي ته، "برهمڻ آباد جو بنياد، ايران جي ساساني بادشاهه بهمن رکي، ان کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بنايو. ان جو اصل نالو بهمن اردشير هو. البيروني لکي ٿو ته، "برهمڻ آباد جو اصل نالو بهمنوا آهي." مرزا قليچ بيگ هن شهر کي 'ٻانڀڻ' ذات سان نسبت ڏئي 'ٻانيرا' لکيو آهي. هيءُ شهر پراڻي زماني ۾ جراڙ نديءَ تي هو جيڪا هاڪڙي درياهه مان نڪرندڙ هڪ شاخ هئي.

برهمڻ آباد، ايرانين جي دور ۾ سنڌ جو تختگاهه ٿي رهيو. جڏهن سڪندر مقدونيءَ سنڌ تي ڪاهه ڪئي، تڏهن برهمن آباد وسندڙ، ڀٽيل ۽ شاهوڪار شهر هو.

هندو راجائن جي زماني ۾ برهمڻ آباد، سنڌ جي وڏن قلعن مان هڪ هو. چچ بن سيلائج جي حاڪميت دوران اگهم لوهاڻو برهمڻ آباد جو خودمختيار حاڪم هو جنهن حڪمران وٽ مڪمل فوج هئي ۽ هو برهمڻ آباد جو آزاد ۽ خودمختيار حڪمران هو. چچ سان جنگ ۾ اگهم مارجي ويو ۽ چچ جو برهمڻ آباد تي قبضو ٿي ويو ۽ هن اگهم جي بيواهه سان شادي ڪري ڇڏي. شهر جي آزادي ۽ خودمختياري ختم ڪري اروڙ کي صوبي جي حيثيت ڏئي پنهنجيءَ حڪومت جو پايو وڌائين. بعد ۾ راجا ڏاهر پيءُ (چچ) جي مرڻ کانپوءِ برهمڻ آباد کي گاديءَ جو هنڌ بڻائي ڀاءِ ڏهرسينهه کي اتي جو حاڪم مقرر ڪيو.

711ع ۾ سنڌ تي عربن جي ڪاهه وقت برهمڻ آباد، هڪ وسندڙ ۽ آباد شهر هو. سندن ڪاهه وقت ڏاهر جو پٽ ڄئسينهه ڪشمير ۾ هو. قلعي ۾ راجا ڏاهر جي زال ۽ ٻيا مائٽ موجود هئا. جن وڏي مزّسيءَ سان مقابلو ڪيو ۽ برهمڻ آباد سندن قبضي ۾ رهيو.

جڏهن سلطان آرام شاهه جي وقت ۾، سنڌ ۽ ملتان ناصرالدين قباچ جي هٿ هيٺ هئا، ته برهمڻ آباد تي 'جسودن آگرو' راڄ ڪندو هو ۽ هيءُ شهر سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ رهيو. عربن هن شهر پرسان نئون شهر المنصوره آباد ڪيو. برهمڻ آباد جي ڦٽڻ جو هڪ سبب چوٿين صديءَ ۾ جراڙ نديءَ جو سڪي وڃڻ به ڄاڻايو وڃي ٿو. (وڌيڪ ڏسو: جلد پهريون، برهمڻ آباد)

**ٺٽو:** ٺٽو سنڌ جي عظمت، خوشحالي، اعليٰ تهذيب ۽ علم ادب جو مرڪز رهيو آهي. ٺٽو پراڻي زماني کان موجود هو پر جڏهن سمي حاڪم ڄام نندي 1495ع ۾ ان کي نئين سر اڏائي سنڌ جو تختگاهه بنايو، تڏهن هي شهر تهذيب ۽ تمدن جو عالمي مرڪز بڻجي ويو. هتي ڪيئي خانقاهون، مڪتب ۽ مدرسا تعمير ٿيا. مختلف درجن جي ماڻهن لاءِ جدا پاڙا ۽ محلا اڏي ننگر ٺٽي کي نئون روپ ڏنو ويو. ڄام نندي جي وقت سنڌ جو هيءُ تختگاهه بغداد ۽ دمشق جي سطح تي پهچي ويو. فريد ڀکري لکي ٿو ته "ٺٽي کي 'ڌرتيءَ جي جنت' سڏي سگهجي ٿو ۽ ٺٽو عراق ثاني آهي. جڏهن اليگزينڊر هئملٽن هت آيو هو ته هتي چار هزار مدرسا هئا ۽ شهر کي علمي مرڪز جي حيثيت هئي. ٺٽو سمن، ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي دور ۾ سنڌ جو تختگاهه رهيو. (وڌيڪ ڏسو: جلد ٽيون: ٺٽو)

**خداآباد (اول):** خداآباد لڳ ڀڳ 50 سال سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ رهي. اورنگزيب عالمگير جي زماني ۾ ڪلهوڙن جو اڳيون تختگاهه ڳاڙهي مغلن جي فوج ويران ڪيو ته يار محمد ڪلهوڙي، پنهورن جي گادي 'شڪارپور' جو نالو ڦيرائي 'خدا آباد' رکيو ۽ پاڻ اتي رهڻ لڳو. (تحفة الڪرام)

خداآباد شهر جيئن ته گاديءَ جو هنڌ هو ان ڪري ضروري سياسي مسئلا هت حل ٿيندا هئا. هتي ڪلهوڙن ڪيئي ڪاميابيون ماڻيون. سبي ۽ ٺٽي تي قبضي جا پروگرام هتي ٺهيا. شاهه عنايت جي شهادت ۾ هتان جو لشڪر ملوث هو سنڌ جي آبپاشيءَ جن رٿون هتي ٺهيون. ڪلهوڙن زراعت تي زور ڏنو ۽ ڪيترائي واهه کوٽائي ملڪ آباد ڪيو هي شهر خوبصورت هو ۽ خداآباد جي مسجد، فن تعمير جو نادر نمونو هئي، (ڪزنس جي بيان مطابق) جيڪا ميان يار محمد خان ٺهرائي هئي.

خداآباد جي جامع مسجد کي مرڪزي درسگاهه جو درجو مليل هو. مشهور عالمن علي خائف، مير علي شير قانع، محمد پناهه، منشي عبدالرئوف جا خداآباد جي دربار سان لاڳاپا هئا. خداآباد جي ڪاروباري طبقي، پنهنجي سهوليت لاءِ سنڌي الف ب ٺاهي، جيڪا پوءِ خدا وادي خط/ خداآباد جي آئيوبنا سڏجڻ ۾ آئي.

1750ع کانپوءِ هي شهر ڦٽڻ لڳو. غلام شاهه جي دور ۾ ڪوسن هن شهر کي ڦري تباهه ڪري ڇڏيو. اڄ خداآباد دادوءَ کان ڏکڻ طرف انڊس هاءِ وي لڳ ستن ميلن جي پنڌ تي هڪ شهر آهي.

**خدا آباد ثاني:** ڪلهوڙن حاڪم ميان سرفراز خان ڪلهوڙي 1772ع ۾ سنڌ جي حاڪم ٿيڻ شرط هالن کان ڏيڍ ميل پري اتر طرف خداآباد جو نئون شهر اڏائي تختگاهه بنايو. ڪتاب 'خدايار خاني' جو مصنف لکي ٿو ته هي شهر ستن ميلن جي ايراضيءَ تي ٻڌل هو ۽ ان وقت ٺٽي کانپوءِ ٻيو نمبر شهر هو. ٽالپر/ مير به لڏي اچي هن شهر ۾ رهڻ لڳا." هن شهر کي خداآباد ثاني يا خدا آباد هالن واري جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو ۽ دربار ۾ ٻاهرين ملڪن جا سفير به ايندا هئا. خاص ڪري انگريز سفارتڪار به سنڌ جي دربار سان وابسته رهيا. سرفراز خان انگريزن جي ڪوٺي 1775ع ۾ بند ڪرائي ڇڏي. ان ڪري هتي ڪمپنيءَ جا ڪافي سفارتڪار آيا.

ميان سرفراز خان حيدرآباد ضلعي ۾ پنهنجي نالي سان ’سرفراز واهه‘ کوٽرائي، ملڪ جي زرعي پئداوار ۾ اضافو ڪيو. ڪچ تي حملو ڪري، ان کي فتح ڪري خدا آباد جي حڪومت سان ملايو ويو.

ميان سرفراز خان جو ٻڌايل هي شهر، جيڪو ڪنهن زماني ۾ گاديءَ جو هنڌ هو، سو ڪلهوڙا حاڪمن جي ذاتي مفادن، دشمنين، باهمي افراتفري ۽ مدد خان پٺاڻ جي سنڌ تي ڪاهه سبب، ڦٽجي، ڦرجي ۽ سڙي تباهه ٿي ويو. (وڌيڪ ڏسو: خدا آباد، جلد چوٿون)

**خيرپور/ سهراب پور:** ٽالپرن جڏهن ڪلهوڙن کان حڪومت حاصل ڪئي، تڏهن مير فتح علي خان ملڪ کي ورهائي ٽي حصا ڪيو ۽ اتر سنڌ جو حصو 1784ع ڌاري مير سهراب خان جي حوالي ڪيو ويو. ان وقت اتر سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ڪوٽ ڏيجيءَ کي بڻايو ويو. مير سهراب خان 1787ع ۾ هاليپوٽن کان هاٽوڪي خيرپور جي زمين خريد ڪري، خيرپور جو شهر اڏي، ان جو نالو سهراب پور رکي گادي جو هنڌ بڻايو. (وڌيڪ ڏسو: جلد چوٿون، خيرپور شهر)

**روپاهه ماڙي:** سومرن سنڌ تي ساڍا ٽي سؤ ورهيه حڪومت ڪئي. ڪچ جي ڏکڻ ۽ اوير طرف وارن حصن جون رياستون، سنڌ جي سرحد سان لاڳيتيون هيون. سومرا سياسي ۽ جنگي طاقت ۾، گجرن کان ڏاڍا هئا. وڳهه ڪوٽ اصل گجرن جو هو، جيڪو سومرن کائنئن کسي، پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بڻايو. ان لاءِ گجرن ۽ سومرن ۾ مسلسل لڙايون لڳيون. جڏهن گجر سياسي يا عسڪري طرح سومرن سان پڄي نه سگهيا ته هنن ساڻن سڳابندي ڪئي. ائين پونگر بادشاه لاڏٽي گجرجي ڌيءَ روپا سان 640هه/ 1242ع ۾ شادي ڪئي. لاڏٽو گجر ان وقت ڪوسر ۽ ريڻ تي راڄ ڪندو هو. سومرن جي 21 حاڪمن مان پونگر ثاني چوڏهون حاڪم هو، جيڪو 638هه/ 1240ع ۾ تخت تي ويٺو ۽ هي زمانو سومرن جي عروج جو هو.

سلطان پونگر روپا سان شاديءَ کانپوءِ حڪومت جو تختگاهه وڳهه ڪوٽ مان ڪڍي 16 ميل اتر اولهه ۾ ’روپاهه ماڙي‘ شهر ٻڌائي، اتي تختگاهه بڻايو. هي وڳهه ڪوٽ کانپوءِ ٻيو نمبر تختگاهه هو. هن شهر ۾ بادشاهي محلات جا دروازا چانديءَ جا ٺهيل هئا. انهي ڪري به چون ٿا ته شهر جو نالو روپا ماڙي پيو. شهر جي پرسان روپا واهه به وهندو هو، جيڪو ’ريڻ درياهه‘ مان نڪتل هو.

پونگر بادشاهه روپاهه ماڙيءَ کي ترقي وٺرائڻ لاءِ مختلف هنڌان هنرمند، پورهيت، ڪاريگر ۽ تاجر آڻي هت آباد ڪرايا، هن واهه ۽ ڪڙيا کٽايا. ملڪ خوشحال ۽ آباد هو.

پونگر 678هه/ 1279ع ۾ وفات ڪئي ۽ راڄ جي يڪراءِ فيصلي سان دودي پٽ پونگر کي تخت تي ويهاريو ويو. هن پنهنجي دور ۾ روپاهه ماڙي شهر کي ٺاهيو، سينگاريو ۽ ترقي ڏياري ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو ته دودي جو روپاهه جي شهر تي راڄ هو. ان کي آباد ڪيائين ۽ اتي راڄ رهايائين. هن درٻار قائم ڪري، باغ بنايا، شهر آباد ڪرايا. سندس شاهي باغ جو نالو ’لکي باغ‘ هو. سندس درٻار يا حويليءَ وارو ڪوٽ ’ٻالنگ ڪوٽ‘ سڏبو هو. هن جا پنهنجا وزير، مشير ۽ صلاحڪار هئا. وزيرن ۽ مشيرن جون روپاهه ۾ وڏيون جايون ۽ بنگلا هئا.

روپاهه جي زوال ۾، سنڌ جي خانه جنگي ۽ گهرو سازش جو وڏو دخل آهي. دودي سومري جي پاءِ چنيسر جيڪو روپا راڻيءَ مان هو ان جي علاءُ الدين کي سنڌ تي چاڙهي اچڻ سان اها تباهي ٿي. دودي مرڻ گهڙيءَ تائين مردانگيءَ سان روپا ماڙيءَ جي حفاظت ڪئي. اڄ به روپاماڙيءَ اڳيان دودي جي قبر آهي ۽ ان جي پير ۾ شيخ دائود جي قبر آهي، جيڪو روپا ماڙيءَ جي شهيدن مان هڪ آهي. (وڌيڪ ڏسو: جلد ڇهون، روپا ماڙي)

**ساموئي/ سما نگر:** سنڌ جي ڏيهي تاريخ ۾، سمن جي دور کي وڏي اهميت حاصل آهي. سومرن جي آخري دور ۾ سَما سردار ۽ جاگيردار، پنهنجي طاقت وڌائڻ لڳا. هنن جي طاقت جي شروعات ڄام اڻڙ جي سرداريءَ سان شروع ٿي. هن سومرن جي تختگاهه محمد طور تي حملو ڪري، ان کي تباهه ڪري، سمن جي حڪومت جو پايو وڌو ۽ ٺٽي ويجهو مڪلي ٽڪريءَ جي اترينءَ پڪ ۾ نئين تختگاهه جو بنياد وڌو. جنهن کي ’سمانگر‘ چيو وڃي ٿو، جيڪو اڳتي هلي ’ساموئيءَ‘ جي نالي سان مشهور ٿيو.

ساموئي 1351ع کان 1461ع تائين سمن جي گاديءَ جو هنڌ رهيو. ان بعد ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي، ساموئيءَ کان تختگاهه ڪڍي ٺٽي آندو، پر ساموئيءَ جي اهميت نه گهٽي. ساموئيءَ جي حڪمرانن، سنڌ کي جدا جدا پرڳڻن ۽ صوبن ۾ ورهايو ۽ انهن تي ڌار ڌار حاڪم ۽ اعليٰ عملدار مقرر ڪيا. ان زماني ۾ جوڻ، بکر، سبي، عمرڪوٽ ۽ نصرپور اهم سياسي ۽ فوجي مرڪز هئا. ساموئي هڪ وسندڙ ڳتيل ۽ شاهوڪار شهر هو. هتان جون جايون پڪين سرن جون ٺهيل هيون. ساموئيءَ جا حاڪم مذهبي طور رواداري هئا. سندن ڪابينا ۾ هندو وزير به هئا. ڊاڪٽر غلام علي الانا لکي ٿو ته، ”ساموئيءَ ۾ سمن جا مقبرا ۽ ان دور جي درويش حاڪمن جون خانقاهون، هندو- مسلم گڏيل تهذيب جو منظر آهن. فن تعميرات تي هن گڏيل تهذيب جو گهڻو اثر ٿيو.“ (وڌيڪ ڏسو: جلد ستون، ساموئي)

**سيوهڻ:** سيوهڻ، سنڌ جي تمام آڳاٽن تاريخي شهرن مان هڪ آهي، جيڪو اروڙ کان به گهڻو اڳ سنڌ جو تختگاهه ٿي رهيو.

سيوهڻ مرڪزي حڪومت جو تختگاهه هو. جڏهن سڪندر مقدونيءَ سنڌ تي ڪاهه ڪئي، تڏهن هتان جو راجا سموس/ سامبس هو. ماڻهن سان گڏجي سڪندر سان جرئتمندانه مقابلو ڪيو، پر سڪندر سيوهڻ جي مضبوط قلعي کي بارود سان اڏائي سيوهڻ کي پنهنجي قبضي ۾ آندو.

هندو راڄ ۾ سنڌ پنجن صوبن: برهمڻ آباد، سيوستان، اسڪلندهه، ملتان ۽ اروڙ ۾ ورهايل هئي. سيوستان سڄي پرڳڻي يا صوبي جو نالو هو ۽ ان جي گاديءَ جو هنڌ سيوهڻ هو. سيوهڻ، سنڌ جو هڪ ڌار صوبو هئڻ ڪري هتي جدا حڪومت قائم هئي، جيڪا وسيع ايراضي ۽ شهرن تي مشتمل هئي ۽ سيوهڻ ان جي گاديءَ جو هنڌ هو. تاريخدان مير علي شير قانع ٺٽويءَ سيوهڻ کي ’سنڌ جي پنجين ولايت‘ سڏيو آهي ۽ لکي ٿو ته، سيوهڻ سنڌ جو قديم الايام کان الڳ تختگاهه رهيو آهي.

سنڌ جي تختگاهن جي تاريخ

**امرڪوٽ- عمرڪوٽ:** هيءَ وسندي ميرپورخاص کان 46 ميل اوڀر ۾ ان جاءِ تي آهي، جتان واريءَ جون ڀٽون شروع ٿين ٿيون. هي شهر پنهنجي قلعي سبب مشهور آهي: جيڪو پرمار سوڍي تعمير ڪرايو هو. ان تي پوءِ سومرن قبضو ڪيو. وري 1226ع ۾ سوڍن جي هٿ ۾ رهيو. راجپوتن، همايون کي هتي پناهه ڏني ۽ اڪبر بادشاهه جو جنم هتي ٿيو. ڪلهوڙن جي دور ۾ امرڪوٽ ميان نور محمد جي قبضي هيٺ هو. جنهن کي ڪلهوڙن جوڌپور جي راجا کي وڪيو. 1813ع ۾ ميرن هي شهر واپس ورتو. سنڌ تي انگريزن جي حڪومت دوران، هن شهر کي ضلعي هيڊڪوارٽر جو درجو مليو. هن وقت به اهو ضلعو آهي.

امرڪوٽ شهر جي ايراضي ڪنهن دور ۾ چوڏهن پندرهن ميلن ۾ پکڙيل هئي. پراڻي امرڪوٽ جا آثار 'شِوَ' جي مندر کان وٺي ڏيات ٻهه تائين نظر اچن ٿا. هن شهر کي ڪڏهن 'ديهات'، ڪڏهن 'همروٽ'، ڪڏهن 'پدمات'، ڪڏهن 'امراٽو' ۽ ڪڏهن 'امراپري' سڏيو ويو. هن شهر کي عمر سومري جي نسبت سان 'عمرڪوٽ' برٽش دور کان سڏيو ويو. جيتوڻيڪ عمر سومري جو امرڪوٽ جي شهر ۽ قلعي سان ڪو واسطو نه رهيو. تاريخ جا قديم ماخذ 'تاريخ فرشته'، 'آئين اڪبري'، 'اڪبر نامه'، 'شاهجهان نامه' ۽ ٻيا مصنف انهي ڳالهه تي متفق آهن ته هن شهر جو نالو امرڪوٽ آهي.

امرڪوٽ قبل مسيح ۾ به آباد هو. ٻڌ ڌرم جي دور ۾ اوج تي هو. هن شهر جي پر ۾ لانبي تلاءُ ۽ جوڳرائيءَ تلاءِ جي ڪپڻ تي مهاتما ٻڌ جي پوئلڳن چلا ڪڍيا هئا. هي شهر راجا وڪرماجيت آباد ڪيو ۽ اتي هڪ قلعو جوڙايو. 'شِو' جي مندر وٽ برهمڻ رهندا هئا. هتي پڪشوئن جو به زور هو. امرڪوٽ شهر، امرڪوٽ جو قلعو هڪجيترا پراڻا آهن. ڇهين صديءَ جي آخري ڏهاڪي ۾ هن شهر تي پرمار راجائن جي حڪومت هئي. انهن راجائن جي حڪومت ٻارهين صدي عيسويءَ ۾ حاڪم همير سومري ختم ڪئي.

**ڪلهوڙن جا تختگاهه**

ميان غلام شاهه ڪلهوڙو 1756ع ڌاري تخت تي ويٺو. ان ڪانپوءِ ڪڇ تي ٻه ڪامياب حملا ڪري بسته بندر ۽ لکپت، نکرن کان هٿ ڪيائين. دائود پوٽن کان اچ ۽ سبزل ڪوٽ وٺي سنڌ ۾ شامل ڪيائين. اهڙيءَ طرح ڪراچي ۽ آسپاس وارن علائقن کي خان قلات کان کسي، سنڌ جي حڪومت کي وسيع تر ڪيائين. هن جي حڪومت جا ٽي دور آهن ۽ انهن ٽنهي دورن ۾ تختگاهه بدلبا رهيا.

**الهه آباد:** ڪلهوڙن جي حڪومت جو پهريون تختگاهه الهه آباد هو. جڏهن غلام شاهه ڪلهوڙو 1170 هه/ 1756ع ۾ تخت تي ويٺو. تڏهن هن مراد آباد ويجهو الهه آباد جو شهر ٺهرائي ان کي گاديءَ جو هنڌ بڻايو جتي هو صرف اڍائي مهينا رهيو.

**شاهه ڳڙهه:** ڊسمبر 1758ع ۾ عطر خان ۽ غلام شاهه جي وچ ۾ هڪ معاهدو ٿيو. جنهن موجب سنڌ کي ٻن حصن ۾ ورهائي حڪومت ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. غلام شاهه پنهنجن حمايتين کي وٺي 'گجي' آندو ۽ ان جو نالو 'شاهه ڳڙهه' رکي، گاديءَ جو هنڌ بڻائي حڪومت ڪرڻ لڳو. شاهه ڳڙهه جي ڀرسان 'شاهه بندر' نالي نئون بندر به ٺهرايو ويو. هي شهر فقط پنج مهينا گاديءَ جو هنڌ رهيو.

**شاهپور اول:** غلام شاهه جي حڪومت جو جڏهن ٽيون دور شروع ٿيو، تڏهن هن نصرپور شهر جي ڀرسان نئين تختگاهه 'شاهپور اول' کي اڇي وسايو. شاهپور اول اٽڪل ڇهه سال سنڌ جو دارالحڪومت ٿي رهيو. الهه آباد کانپوءِ ايسٽ انڊيا ڪمپني سان ڪجهه وڏيڪ معاهدا هن شهر ۾ ٿيا. سياسي ۽ تجارتي لحاظ کانسواءِ شاهپور اول علم ۽ ادب جو به مرڪز هو. ڪيترائي فقير بزرگ ۽ شاعر هت آيا. مير علي شير قانع کي هن ئي شهر ۾ ڪلهوڙن جي تاريخ لکڻ جو ڪم سونپيو ويو. سنڌ جي گاديءَ جو هي هنڌ 1175هه/ 1764ع ۾ گهٽي طوفان ۽ مٽي لڳڻ ڪري تباهه ٿي ويو.

**شاهپور ثاني:** شاهپور اول تباهه ٿيڻ کانپوءِ غلام شاهه، شاهپور ثاني ٺهرائي 1764ع ۾ گاديءَ جو هنڌ بڻايو. هي شهر پورا چار سال 1761ع کان 1768ع تائين سنڌ جو تختگاهه ٿي رهيو. هن وقت هي شهر موري تعلقي ۾ شاهپور جهانيان جي نالي سڏيو وڃي ٿو.

**ڪاٽوٽ/ خانوٽ:** ميان غلام شاهه ڪلهوڙي لاءِ چون ٿا ته هن ڪاٽوٽ شهر به تعمير ڪرايو. جنهن کي گاديءَ جو هنڌ بڻائڻ پئي چاهيو. پر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي لکت موجب "الهندي پاسي جبلن جي ڪناري سان خانوٽ جو شهر ٻڌايائين. پر آبڪلاڻيءَ جي موسم ۾، درياهه جي ٻوڏ جو خطرو محسوس ڪري، ان جو آسرو لاٿائين." انگريز محقق هيگ لکي ٿو ته "هي شهر ميان غلام شاهه، پراڻن هالن کان هڪ ميل ڏکڻ طرف هڪ شهر ٻڌايو. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته غلام شاهه ڪلهوڙي هن شهر کي نئين دارالسلطنت بنائڻ پئي چاهيو. پر پوءِ ٻوڏ جي خيال سان هتي گادي نه رکيائين ۽ حيدرآباد کي نئون دارالسلطنت بنائڻ جو پروگرام ٺاهيائين."

**حيدرآباد:** مير علي شير قانع موجب "ذوالحج 1181هه/ اپريل 1768ع ۾ 'نيرن ڪوٽ' نالي هڪ مضبوط جبل جي سر زمين تي تختگاهه بنائڻ جي تجويز ٿي چڪي هئي، تنهنڪري حيدرآباد جو قلعو 1182هه/ 1768ع ۾ جڙي راس ٿيو ۽ ان تي حيدرآباد نالو رکيو ويو. غلام شاهه ٽڪر مٿان شهر اڏائي رعيت کي قلعي اندر حفاظت ۾ رهايو. هي شهر سنڌ جي وچ ۾ هئڻ ڪري سموريءَ سنڌ تي انتظامي ڪنٽرول رکي سگهبو هو. هيءَ شهر پڪي قلعي جي تعمير کانپوءِ آباد ٿيو. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وفات کانپوءِ غلام شاهه ۽ سندس پٽن ۾ تخت تان اٿبٺ ٿي پئي، جنهنڪري مختلف وقتن تي، مختلف هنڌن تي نوان شهر ٻڌي، انهن کي تختگاهه جو درجو ڏنو ويو پر اهي مستقل تختگاهه ٿي نه سگهيا. سال 59-1758ع ۾ غلام شاهه ڪلهوڙي خداآباد ۽ ٻين شهرن کي ڇڏي فيصلو ڪيو ته نئون شهر ٻڌي ان کي تخت گاهه بنايو وڃي. اهڙيءَ ريت مارچ 1769ع ۾ پڪي قلعي جي تعمير شروع ٿي. ميجر راورٽيءَ پنهنجي ڪتاب 'دي انڊس ڊيلٽا ڪنٽري' ۾ لکيو آهي ته: "حيدرآباد شهر جو بنياد 1768ع ۾ رکيو ويو. ڏيڍ ٻن سالن جي عرصي ۾ تعميرات مڪمل ٿي ته سنڌ جو حاڪم حيدرآباد ۾ اچي رهيو. ان ريت قديم 'نيرون' جي جاءِ 'حيدرآباد' والاري." ميان غلام شاهه ڪلهوڙو مطمئن ٿي پنهنجي فوجي قوت وڌائي ۽ قنڌار تي حملو ڪري

افغانين سان ٻه هٿ ڪرڻ پئي چاهيائين ته 12 آگسٽ 1772ع تي وفات ڪري ويو. (وڌيڪ ڏسو: جلد چوٿون، ’حيدرآباد‘)

**ڳاڙهي:** ڪلهوڙا دور ۾ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ڳاڙهي يا گهاڙي به هو. جيڪو موجوده تعلقي خيرپور ناٿن شاهه جي ڪاچي واري علائقي ۾ هو. محقق غلام محمد لاکو لکي ٿو ته، ”ڳاڙهي ڪلهوڙن جو پهريون تختگاهه آهي، جو ته ميان نصير محمد خانداني حڪومت جو بنياد رکڻ شرط سڀ کان اول پنهنجو تختگاهه تعمير ڪرايو ۽ گڏوگڏ سنڌ جي جدا جدا علائقن تي عملدار پڻ مقرر ڪيا.“ هينري ڪزنس هن شهر کي نصير محمد جو هيڊڪوارٽر سڏيو آهي ۽ ان جو نالو ’ڪاري‘ لکيو آهي. ميجر هيگ لکي ٿو ته ”ميان نصير جو تختگاهه ڳاڙهي هو. ڳاڙهي حڪومت جي قبضي هيٺ **هنڙي** (چانڊڪا، قنبر ۽ ڏهرڪي)، **ڪاڇو:** (جوهي تعلقو، خيرپور ناٿن شاهه ۽ ميهڙ)، **شاهه پنجو** (دادو تعلقو خيرپور جي ڪاڇي وارو علائقو)، **ساهتي** (مورو تعلقو نوشهروفيروز تعلقو ۽ ڪنڊيارو تعلقو)، **لاڪات** (سڪرنڊ ۽ نوابشاهه جا تعلقا) هئا. ڳاڙهي جو شهر ميان نصير محمد جي ميان وال تحريڪ جو به مرڪز هو.“

ميان نصير محمد ڳاڙهيءَ جي مرڪزي حڪومت واري علائقي ۾ واهه کوٽايا، کڙيا کٽايا ۽ گڏيل کڙمت (Collective Farming) جو بنياد وڌو. ليکڪ عبدالله مگسي لکي ٿو ته: ”هن علائقي جي زمين کي سرسبز بنائڻ لاءِ ڪيترائي منصوبا ٺاهيا. نئين گاج تي بند تعمير ڪرايائين ۽ ان گڏ ٿيل پاڻي کي آبادي لاءِ استعمال ڪرڻ لڳو. ان ڪانسواءِ نئين گاج کان هڪ واهه کوٽايو جنهن کي ڪاري سڏبو هو.“

ميان نصير محمد 1696ع ۾ جڏهن گذاري ويو ته کيس ڳاڙهيءَ ۾ دفنايو ويو. سندس مرڻ کانپوءِ 1697ع ۾ سنڌ جي حڪومت جو وارث ميان دين محمد ٿيو ۽ ڳاڙهي بدستور تختگاهه رهيو ان دور ۾ شهزادي معزالدين، اورنگزيب عالمگير جي پوٽي سنڌ تي ڪاهه ڪئي ۽ ڳاڙهي تي حملي آور ٿيو. ميجر هيگ لکي ٿو ته ”هن شهر جا قلل آثار اڄ به ڪڪڙ ضلعي دادوءَ کان اترا اولهه ۾ نون ميلن تي موجود آهن. جتي ميان نصير محمد ۽ ميان دين محمد جا مقبرا ۽ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي ٺهرايل مسجد موجود آهي.“

**محمد آباد:** ڪلهوڙا حڪمرانن مان ميان نور محمد ڪلهوڙو مضبوط حاڪم هو. هن والد جي قبضي وارن علائقن ۾ وڌيڪ توسيع ڪئي. ’تاريخ سنڌ عهد ڪلهوڙا‘ جو مصنف لکي ٿو ته: ميان نور محمد خان جي دور ۾ جڏهن ٺٽي جي نظامت ملي وئي ته سنڌ جي سمورن جدا جدا ٿي ويل ٽڪرن جي ملي هڪ ٿيڻ وارو مقصد به تڪميل تي پهتو محمدآباد جي تعمير ميان نور محمد ڪلهوڙي اڳ ئي ڪرائي هئي. هي شهر موري ضلعي نوابشاهه (موجوده شهيد بينظيرآباد) ۾ هو تحفة الڪرام جو مصنف لکي ٿو ته مراداياب خان ۾ حڪومت ۽ راڄ هلائڻ جي اهليت گهٽ ڏسي ميان نور محمد هيٺر حڪومت جون واڳون سنڀاليون ۽ انهي دفعي سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ محمدآباد رهڻ ڏنو ويو. ميان نور محمد هن شهر کي ترقي وٺرائڻ لاءِ واهه کوٽايا ۽ باغ رکايا، بنگلا ۽ محلات ٺهرايا.

1753ع ۾ جڏهن احمد شاهه ابداليءَ سنڌ تي ڪاهه ڪئي، تڏهن ميان نور محمد جيسلمير ويل هو ۽ واٽ تي وفات ڪيائين. تڏهن کيس آڻي محمد آباد ۾ دفن ڪيو ويو. ميان نور محمد کانپوءِ ميان محمد مراداياب تخت تي ويٺو ته ڪجهه عرصو هن شهر ۾ رهيو.

**محمد طُور:** سومرن جو دور حڪومت جو تختگاهه هو ايليٽ لکي ٿو ته، ”سومرن جو جهونو تختگاهه محمد طور شهر هو جيڪو ديرڪ پرڳڻي ۾ هو. ديرڪ پرڳڻو هاٽوڪي چاچري ۽ بدين تعلقن جي هنڌ تي يعني پارڪر ۽ ونگي بازار جي وچ واري وارياسي ميدان کان وٺي، هاٽوڪي ٺٽي شهر تائين ليکيو ويندو هو محمد طور ڳوٺ جي جاءِ تي ٿري شهر قائم ٿيو جو بدين جي پرسان هو چچنامي ۾ آهي ته، جڏهن 1320ع ۾ غازي ملڪ، سنڌ ۽ ملتان مان لشڪر وٺي دهليءَ ويو ۽ غزنوي گهراڻي جي پوئين بادشاهه خسرو حال کي پڄائي پاڻ غياث الدين تغلق جي نالي سان دهلي جو بادشاهه ٿيو تنهن وقت سومرن جو وڏو تعداد ٿري شهر ۾ اچي گڏ ٿيو هو ۽ سومره نالي هڪ سردار کي پنهنجو اڳواڻ چونڊيائون، جنهن پاڻ کي ٿري ۽ آسپاس جي علائقن جو خودمختيار بادشاهه سڏايو. سومرا قبيلي جا ماڻهو جڏهن ٿري ۽ ان جي پرياسي ۾ اچي گڏ ٿيا. تڏهن سما به ساڻن شامل هئا. انهن ٻنهي قبيلن گڏجي سومره کي پنهنجو سردار تسليم ڪيو“. هن مان صاف ظاهر آهي ته سومرا ٿري شهر ۾ اچي گڏ ٿيا هئا ۽ ’سومري‘ سنڌ ۾ سومرا رياست قائم ڪري، ان جي گاديءَ جو هنڌ محمد طور بڻايو. تحفة الڪرام جو مصنف لکي ٿو ته هي شهر 7 صدي هجريءَ ۾ سومرن اڏائي، پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بنايو. ڪن تاريخ نويسن هن شهر کي محمد طور سومري ڏانهن منسوب ڪيو آهي، جيڪو هن خاندان جو ڏهون حڪمران هو. جنهن 654 هه ۾ سنڌ تي حڪومت ڪئي.

محمد طور جي گاديءَ تي ويهڻ وارن حڪمرانن ۾ ٻه عورتون: تارا ٻائي (دودي سومري جي ڌيءَ) ۽ همون ٻائي (سنگهار جي زال) حڪمران رهيون آهن. همون ٻائيءَ دَرڪ جي قلعي ۾ پنهنجو تختگاهه قائم ڪيو ۽ پنهنجن پائرن مان هڪ کي محمد طُور شهر ۾ ۽ ٻئي کي ٿري شهر ۾ حاڪم ڪري رکيائين. ان وقت دودي نالي هڪڙو سومرو سردار، جيڪو دهڪ ڳوٺ ۾ حڪمران هو، سو وجهه ڏسي پنهنجي لشڪر سان محمد طور ۽ ٿري شهرن تي ڪاهي آيو ۽ همون ٻائيءَ جي پائرن سان اچي جنگ ڪيائين، جنهن ۾ همون ٻائيءَ جا پائر مارجي ويا. ايتري ۾ فتح خان سومري مٿس حملو ڪري کيس ماري وڌو ۽ پاڻ حڪومت ڪرڻ لڳو هن ساڳيءَ طرح محمد طور کي گاديءَ جو هنڌ بنايو.

محمد طور جو شهر هڪ خاص مقصد تحت ٺهرايو ويو هو. ناميارو اسڪالر غلام علي الانا لکي ٿو ته، ”هي شهر، مهراڻ مان نڪتل شاخ ريڻ جي گونگڙي واهه تي هو هن شهر جون عمارتون پڪين ۽ لسين سرن جون ٺهيل هيون. جيڪي چورس ۽ مستطيل هيون. هٽ مڪان، قلعا ۽ محلات هئا. پٿرن جون وڏيون چپون محلاتن ۽ مڪانن ناهڻ ۾ ڪم آينديون هيون.“

سومرن جي حڪومت جو هي اوائلي ۽ قديم تختگاهه سمن جي حڪومت ۾ تباهه ٿي ويو. ان کان اڳ خود سومرا به اتان گاديءَ جو هنڌ مٽائي وڃهه ڪوٽ ڪٽي ويا. ايليٽ لکي ٿو ته، جڏهن درياهه پنهنجو سمورو وهڪرو وچ سنڌ خواه لاڙ مان مٽائي ويو.

هن شهر جي کنڊرن جي گهڻو پوءِ هينري ڪزنس تحقيق ڪئي. جتان کيس چانديءَ ۽ ٽامي جا سِڪا هٿ آيا. اهڙيءَ طرح سومرن جي دور جو هي شهر سنڌ جي تاريخ ۾ پنهنجا اڻمٽ نقش ڇڏي اڄ مٽيءَ جي ڍير جي صورت ۾، تعلقي ميرپور بٺوري، ضلعي ٺٽي جي شاهه ڪپور ڳوٺ جي ويجهو عام خاص لاءِ عبرت جو مرڪز بڻيل آهي.

**مرادآباد:** 1147هه/ 1754ع ۾ جڏهن سنڌ جو حاڪم ميان نور محمد جيسلمير طرف وفات ڪري ويو. تڏهن سنڌ جي اميرن ميان محمد مرادياب خان کي جانشين تسليم ڪيو، ڇاڪاڻ ته هو ميان نور محمد جو وڏو پٽ هو ۽ ميان صاحب به پنهنجي وصيت نامي ۾ سندس جان نشينيءَ لاءِ لکيو هو. ان ڪري سنڌ جي اميرن خاص ڪري ديوان گدو مل مدبرانه طريقي سان افغانستان جي بادشاهه سان ڳالهه ٻولهه ڪري، حڪومت جو فرمان ورتو ۽ ان جي عيوض محمد عطر خان کي يرغمال طور، افغانستان ۾ رهايو ويو ۽ خراج جي رقم ۾ به واڌارو ڪيو ويو. افغان حاڪمن مراد ياب کي سنڌ جي حڪومت سان گڏ 'سربلند خان' جو به خطاب عطا ڪيو. اميرن کي ساڻ وٺي عمر ڪوٽ کان نصرپور آيو ۽ سندس تاجپوشيءَ جي رسم ادا ڪئي وئي.

مرادياب سوچيو ته سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هڪ محفوظ جڳهه تي بنائڻ گهرجي. ان ڪري هن نصرپور ۾ نئين تختگاهه قائم ڪرڻ جو ارادو ڪيو. تحفة الڪرام ۾ لکيل آهي ته حڪم ملڻ تي ڪامورن، نصرپور جي سامهون هڪ زمين تيار ڪئي. ٿورن ڏينهن ۾، مرادآباد نالي هڪ وڏندڙ شهر آباد ٿي ويو. محمد مرادياب جيڪي چار سال هتي رهيو، ان عرصي ۾ هن مرادآباد کي خوب زور وٺرايو. 13 ذوالحج 1170هه/ 29 آگسٽ 1757ع تي سنڌ جي اميرن محمد مرادياب کي هٽائي غلام شاهه ڪلهوڙي کي حڪمرانيءَ جي مسند تي ويهاريو. سندس حڪومت جو مدو پوڻا چار سال ٿئي ٿو. غلام شاهه جي دور ۾ هي شهر ڪجهه عرصو تختگاهه ٿي رهيو، پر پوءِ درياهه جي اُٿل ڪري هي شهر غرق ٿي ويو ۽ غلام شاهه ان کانپوءِ الهه آباد شهر ٻڌائي، اتي وڃي رهيو.

**ملتان:** عرب مؤرخن (ستين ۽ اٺين صديءَ) ملتان کي سنڌ جو حصو ڄاڻيو آهي. ملتان کي سنڌ جو حصو سمجهندي ذڪر ڪجي ٿو:

سڪندر مقدونيءَ جي اچڻ وقت ملتان هڪ آباد ۽ وسندڙ شهر هو. باغات ۽ تجارت عروج تي هئي. ماڻهو ڪوٽ اندر رهندا هئا ۽ ٻاهر راوي درياهه هو. قلعو تمام مضبوط ۽ محفوظ هو. اسڪندر هن شهر کي فتح ڪري گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو. خاص ڪري چندرگپت جي زماني ۾ ملتان وڏي ترقي ڪئي.

سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جي دور ۾ راءِ سهارس جي مملڪت نهايت وسيع هئي. هن ان کي چئن صوبن ۾ ورهايو، جنهن مان هڪ صوبو ملتان هو ۽ مغلن جي گاديءَ جو هنڌ هو. هن صوبي تي هڪ گورنر مقرر هو. راءِ گهراڻي کانپوءِ چچ تخت تي ويٺو ۽ هن ملتان کي پنهنجي هٿ ۾ رکيو ۽ هتان جي ماڻهن کي نيڪ سلوڪ ۽ انعام اڪرام سان نوازي پنهنجو ڪيائين. جڏهن محمد بن قاسم ملتان کي فتح ڪيو. تڏهن منشي عبدالرحمان جي لفظن ۾ هُن پهرين اسلامي حڪومت جو دارالخلافه ملتان کي ڪيو ۽ ٽن صدين تائين هي شهر مملڪتِ اسلاميءَ جو اهم شهر رهيو. راجائن جي زماني ۾ ملتان پنهنجي تاريخي مشهوريءَ جي ڪري زبردست فوجي ڇانوڻي رهيو. ايستائين جو لوڌي حڪمرانن جي زماني ۾ ان جي مرڪزيت ۾ ڪو خاص فرق نه آيو. مغلن جي دور ۾ ملتان 180 سالن تائين لاڳيتو هڪ صوبي جي حيثيت ۾ رهيو ۽ مرڪزي حڪومت کان ان تي صوبيدار مقرر ٿيندا رهيا. *(وڌيڪ ڏسندا: ملتان، اينلڊ جلد)*

**ميرپورخاص:** 1783ع ۾ ڪلهوڙن جي آخري حڪمران ميان عبدالنبي ۽ ٽالپرن جي سردار مير فتح علي خان جي وچ ۾ هالاڻيءَ جي جنگ لڳي، جنهن ۾ ڪلهوڙن جي 80 سالن جي حڪومت جي پڄاڻي ٿي. مير فتح علي خان (فاتح سنڌ) سنڌ کي ستن حصن ۾ ورهائي چار حصا پنهنجي ۽ پنهنجن ڀائرن لاءِ رکيا ۽ ٻه حصا مير سهراب خان کي ڏنا ۽ هڪ حصو مير ٺاري خان کي ڏنو. مير ٺاري خان، حڪومت حاصل ڪرڻ کانپوءِ پهرين شاهبندر ۽ پوءِ بدين ويجهو ڪيٽيءَ ۾ پنهنجو تختگاهه ٺهرايو. جڏهن مير علي مراد خان هتان جو گورنر ٿيو ته هاڻوڪي ميرپورخاص واري هنڌ تي قلعو ٺهرايائين ۽ پوءِ بنگلو ۽ ماڙيون تعمير ڪرايائين ۽ 1829ع ۾ مير علي مراد خان هتي حڪومت جو تختگاهه بنايو. ان کانپوءِ هي شهر ماڻڪاڻي ٽالپرن جو تختگاهه ٿي رهيو. شاهبندر علائقي جو اڌ هتان جي حڪومت کي مليل هو. موري جو شهر درياهه تائين ۽ سيوهڻ جو اتر اولهه وارو علائقو ميرپورخاص جي حڪومت ۾ هو.

ميرپورخاص جو آخري حڪمران مير شير محمد خان ٽالپر هو. انگريز جرنيلن ۽ مؤرخن کيس 'شير سنڌ' جي لقب سان ياد ڪيو آهي. سندس ڏينهن ۾ ميرپورخاص وڏي ترقي ڪئي. انگريزن جي دور ۾ هي شهر 515 چورس ميلن تي ڦهليل هو. هن شهر کي ضلعي جو هيڊڪوارٽر بڻائي عوام تي خاص نظر رکي وئي. ڊپٽي ڪليڪٽر جو بنگلو ۽ ٻيون سرڪاري آفيسون ٺهرايون ويون. انگريز سرڪار هتي ريلوي اسٽيشن قائم ڪئي ۽ وڏي سبزي مارڪيٽ خواه وڏي بازار ٺهرائي. اهڙيءَ طرح ميرپورخاص جو شهر ٺهيو، جيڪو ڪنهن دور ۾ ماڻڪاڻي سرڪار جي گاديءَ جو هنڌ هو.

**نيرون ڪوٽ:** نيرون ڪوٽ، سنڌ جو تمام پراڻو شهر ۽ تختگاهه رهيو آهي. قديم زماني ۾ هن شهر کي 'پٽيالہ' سڏيندا هئا. سڪندر مقدونيءَ جي آمد وقت هي هڪ مشهور بندرگاهه هو ۽ سمنڊ کان 113 ميل پري هو. ان وقت هتان جو راجا موڪسيس هو. سڪندر ان تي قبضو ڪري پنهنجي هڪ سردار نيرڪوس کي، جهازن جو دستو ڏئي، عربي سمنڊ رستي، ايراني نار ڏانهن موڪليو. بطليموس لکي ٿو ته، پٽالا يا پٽيالا جو شهر، سنڌونديءَ جي ڊيلٽا جي منڍ وٽ، درياهه جي ايرندي ڇوڙ ۽ اوستانا شهر کان هڪجيتري پنڌ تي آباد هو. چيني سياح هيون سانگ، 642ع ۾،

جڏهن سنڌ ۾ آيو، تڏهن هُو هن شهر ۾ به آيو هو. هو لکي ٿو ته، هي شهر جنهن ٽڪريءَ تي ٻڌل هو، ان جي ايراضي ساڍا ٽي چورس ميل هئي. ان مان صاف ظاهر آهي ته هي شهر سنڌ جو آڳاٽو تاريخي شهر هو ۽ ان زماني ۾ سنڌ جو تختگاهه هو. هن شهر تي نيرون ڪوٽ جو نالو تڏهن پيو، جڏهن ان شهر جي ٽڪريءَ تي چچنامي مطابق، نيرون سڪني نالي هڪ راجا قلعو ٺهرايو ۽ ان ڪانپوءِ تاريخ ۾ هي شهر نيرون ڪوٽ جي قلعي جي نالي سان مشهور ٿيو. نيرون جو قلعو ۽ شهر ڇهين صدي عيسويءَ ڌاري، راءِ گهراڻي جي حڪومت ۾ پنهنجي آزادي ۽ خودمختياري ڪسائي برهمڻ آباد جي گورنر جي قبضي هيٺ آيو ان ڪانپوءِ جڏهن سنڌ ۾ برهمڻ گهراڻي جي حڪومت قائم ٿي، تڏهن هي قلعو راجا چچ، راجا ڏاهر ۽ ان جي پٽ جئسينه جي هٿ هيٺ رهيو ۽ هو هتي اچي رهندا هئا. جئسينه جي زماني ۾ نيرون جو شهر فوجي لحاظ کان مضبوط، جيتوڻيڪ مرڪز جي گادي جو هنڌ الور هو. سنڌ جي فوج ۾ هتان جي رهواسين جو تمام گهڻو تعداد هوندو هو. بلاذري لکي ٿو ته نيرون ڪوٽ عربن جي ڪاهه وقت سنڌ جو هڪ مشهور شهر هو ۽ ان جو گورنر راجا ڏاهر پاران هڪ ٻڌ شمني مقرر ٿيل هو. عربن نيرون ڪوٽ تي حملو ڪري فتح نه ڪيو هو، پر صلح صفائيءَ سان هي شهر سندن قبضي ۾ آيو. اصطخري لکي ٿو ته، نيرون جو شهر ديبل ۽ منصوره جي وچ ۾ اڌ رستي تي آهي. ابن حوقل جي بيان موجب سنڌ ۾ عربن جون بيٺڪون منصوره، ملتان، ديبل ۽ نيرون ڪوٽ ۾ هيون ۽ اتي جامع مسجدون به ٺهيل هيون. نيرون ڪوٽ بابت هڪ عرب مؤرخ ابو عبدالله محمد الادريسي لکي ٿو ته نيرون ڪوٽ جو شهر، مهراڻ جي ڪپ تي آهي ۽ ديبل کان ٽن ڏينهن جي پنڌ تي آهي. هي شهر منصوره ۽ ديبل جي وچ ۾ آهي، جو ديبل کان منصوره ڏانهن ويندي، ماڻهو درياهه هتي اڪرندا آهن. شهر جيتوڻيڪ ننڍو آهي، پر ڏاڍو ڳتيل آهي. ماڻهو منجهس گهڻا آهن، پر سڪيا ستابا آهن. وڻ ٽڻ منجهس گهٽ آهن، پر سندس قلعو مضبوط آهي. [جديد تاريخ ۾ نيرن ڪوٽ، نئين رني ڪوٽ وارو قلعو ثابت ٿيو آهي. ايڊيٽر]

سنڌ ۾ جڏهن ڪلهوڙن جو راڄ شروع ٿيو، تڏهن ميان غلام شاهه نيرون ڪوٽ ۾ نئين قلعي ٺهرائڻ جي اهميت کي محسوس ڪيو هو. تحفة الڪرام ۾ مير علي شير قانع لکي ٿو ته، مهيني ذوالقعد 1182ھ/1768ع ۾ نيرون ڪوٽ جي سرزمين تي، جيڪو هڪ مضبوط جبل آهي، ان تي تختگاهه بنائڻ جي تجويز ٿي چڪي هئي. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي، پنهنجي خاص رهڻ لاءِ، هن جاءِ تي هڪ مضبوط قلعي ۽ شاندار شهر جو بنياد رکيو. نئين قلعي ۽ شهر جو نالو حيدرآباد رکيو ويو. اهڙيءَ طرح پٽيالا مان نيرون ڪوٽ ۽ نيرون ڪوٽ مان حيدرآباد ٿيو هي شهر تاريخ جي مختلف دورن ۾ سنڌ جو بندرگاهه ۽ تختگاهه ٿيندو رهيو. **(وڌيڪ ڏسو: حيدرآباد شهر جلد چوٿون)**

**وڳهه ڪوٽ:** سنڌ جي تاريخ ۾ سومرن سنڌ تي ٽي صدين کان وڌيڪ عرصو راڄ ڪيو. هي ڀريان مقامي سنڌي آهن، جن عربن ڪانپوءِ، سنڌ ۾ مقامي حڪومت قائم ڪري خودمختيار ٿي راڄ ڪيو. سنڌ جا رومانوي قصا ۽ رزميه داستان هن دور جا لافاني يادگار آهن. 1035ع ۾ جڏهن سنڌ ۾ سلطان عبدالرشيد جي سلطنت ڪمزور ٿي، تڏهن سنڌ تي سومرن قبضو ڪري، پنهنجي گاديءَ جو هنڌ وڳهه ڪوٽ کي بنايو. وڳهه ڪوٽ هڪ بندرگاهه هو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو ته ”وڳهه يا واڳهه، وقت جو هڪ حَسين بندرگاهه هو جنهن کي وڏي پونگر بادشاهه ۽ وڏي دودي سومري پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بڻايو. ڪن بيانن موجب اهو لاڙ ۽ ڪڇ وارو سڄو ملڪ دلوراءِ جي حڪومت جو حصو هو، جيڪو پوءِ پنهنجي نانيءَ دودي کي ڏنو هئائين. ائين به چيو وڃي ٿو ته وڳهه ڪوٽ اصل ۾ گجرن جو هو ۽ پوءِ اهو سومرن هٿ ڪيو ۽ ان کي پنهنجي گاديءَ جو شهر بنايائون. وڳهه ڪوٽ پوءِ به سومرن جي گاديءَ جو هنڌ رهيو جن جي حڪومت ملتان کان وٺي ڪڇ تائين قائم هئي. هن ڏس ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو رايو آهي ته ملتان جي ڏاکڻي پاڳي ۾ يعني موجوده بهاولپور ۾ مقامي طور سومرا حاڪم خود مختيار حيثيت ۾ گهڻي وقت تائين حڪومت ڪندا رهيا. اپرندي ناري پٽڻ وٽ وڳهه ڪوٽ نالي هڪ شهر آباد هو جيڪو سندن تختگاهه هو. مطلب ته ملتان جي سڄي رياست تي سومرن جو قبضو هو. اپرندي طرف راجستان، لڏاڻو، جيسلمير، ڊٽ، پونگل، بيڪانير، ٿر، برهمڻ آباد ۽ امرڪوٽ/عمرڪوٽ وغيره تائين هئي. ڏکڻ ۾ گجرات، مالوهه، ڪاٺياواڙ، ڪڇ، مڪران، لسٻيلو، قلات، جهالاوان، ڪاڇي ۽ اتر اپرندي ۾ بلوچستان ۽ سبي کان ڦري ديري غازي خان تائين سومرن جي حڪومت هئي. اهي وڳهه ڪوٽ جي شروع دور واري حڪومت جون سرحدون هيون. دودي سومري جي دور ۾ سومرن جي حڪومت جون حدون هيٺ ڏکڻ طرف ڪڇ تائين ۽ مٿي اتر طرف ميرپور ماٿيلي تائين هيون. گاديءَ جي شهر سان لاڳو پرڳڻي واري مرڪزي ايراضي ’پونگراڻي پونءِ‘ سڏبي هئي، جنهن ۾ وڳهه ڪوٽ ۽ روپاهه توڙي هنگار جا ٻارهن شهر شامل هئا. گجرن جي شڪست ڪانپوءِ اندروني امن امان ۽ زرعي آباديءَ جي اضافي سان هي شهر وڌيو ۽ هتي قلعو به ٺهرايو ويو. ان وقت وڳهه ڪوٽ جي حڪومت ۾ مختلف ذاتين وارا ماڻهو هئا، جن مان ڪي وزير خاص، امير امراءَ ۽ فوجي جرنيل هئا.

وڳهه ڪوٽ ۾ حڪومت جو شاهي دفتر موجود هو. جيڪو ڀريائين همير سومري قائم ڪيو هو. ان دفتر تي اڇي رنگ جو بادشاهي جهنڊو چڙهيل رهندو هو. ملڪ جي انتظام لاءِ ان دفتري عملي ۾ عامل ۽ ڪاتب مقرر هئا. سڄو دفتري ڪاروبار سنڌي ٻوليءَ ۾ ٿيندو هو. سڄو ملڪ صوبن يعني ننڍن انتظامي پرڳڻن ۾ ورهايل هو. هر صوبو وري شهرن ۾ تقسيم ٿيل هو. هنگار جو صوبو نهايت زرخيز ۽ وڏو هو ۽ منجهس ٻارهن شهر هئا. ان دور ۾ گاديءَ جي شهر ۾ وڏيون وڏيون عمارتون ۽ شاهي محل اڏيل هئا، جن جي پيڙهه ۾ پٿر ڪم آندل هئا.

دودو سومرو، وڳهه ڪوٽ جو آخري حڪمران هو. جنهن سنڌ جي آزادي، سالميت ۽ خودمختياريءَ لاءِ علاؤالدين سان مقابلو ڪندي، ڌرتيءَ تان سر قربان ڪري ڇڏيو. اڄ وڳهه ڪوٽ ڍڙن جي صورت ۾ هندستان جي سرحد ۾ موجود آهي.

طب کي عالم آشڪار ڪيو. سشرت جو زمانو 600 ق. م ليکيو وڃي ٿو. سشرت سنگهتا اصل پنجن حصن ۽ هڪ سئو ڇوويهن بابن ۾ تقسيم ٿيل هئي. ليڪن هاڻوڪي سشرت سنگهتا ۾ 166 باب آهن، جنهن کي اثر تنتر جي اضافي سان ترتيب ڏنو ويو آهي.

**چرڪ:** هي 460 ق. م جي زماني ۾ هاڪارو ويد ٿي گذريو آهي، جنهن آتري جي شاگردن اگني ويش ۽ هاريت جي ندان انجن ۽ هاريت سنگهتا جي استفادي سان 'چرڪ سنگهتا' ترتيب ڏني ۽ انهن جا اختلافي مسئلا حل ڪيا. هن ڪي شيش (ابدي يا غير فاني) ليکيو وڃي ٿو. طب جي علم ۾ ڪيس اوتار جو رتبو مليل آهي. چرڪ جو اصل وطن آڳاٽي سنڌوءَ وارو پنجند ڪشمير هو. چرڪ سنگهتا جو متن ودياساگر 1896ع ۾ گپت 1897ع ڌاري ترجمو ڪري ڪوي رتنا ترتيب ڏئي شايع ڪرايو. چرڪ علمي تربيت جامع ٽيڪسلا مان ورتي ۽ عملي تربيت لاءِ هي هند-سنڌ جي مختلف علائقن جو سير ڪري ڪيترن ورهين جي تجربن ۽ مشاهدن کان پوءِ انهيءَ درجي تي پهتو علاج سان گڏ ڪيس جراحت ۾ به مهارت حاصل هئي.

**ٻڌمت دور:** ٻڌمت جي ظهور يا ان کان ٿورو اڳ هند جي سياسي صورتحال اها هئي ته مختلف علائقن ۾ آرين جون سورهن راجڌانيون قائم هيون، جن ۾ سنڌ به آئي ٿي. ٻڌمت جي ظهور (600 ق. م) کان پوءِ آرين جو زور ٽٽي پيو ۽ مذهبي انتهاپسندي جي ڪري برهمڻ جي به پڇاڙي ٿي. ٻڌمت وارن پهريان ته مذهبي تحريڪ هلائي، پر برهمڻ جڏهن مذهب ۾ سياست کي شامل ڪيو ته ٻڌن به اهو ئي طريقو اختيار ڪيو. بادشاهي نظام آهستي آهستي وسيع ٿيندو ويو ۽ هڪ ٻئي پٺيان ٻڌمت وارن جون بادشاهتون وجود ۾ آيون.

هن دور ۾ **'چاڻڪيا'** جو مشهور ڪتاب **'ارٿ شاستر'** (سياست نامو) هڪ اهڙو ڪتاب آهي، جنهن ۾ سياست، حڪمت، **طب**، جهاز سازي، ملڪي تاريخ، حڪومتي انتظام، مردم شماري ۽ ڪاٽين ڪوٽڻ کان سواءِ هندي معاشري جي هر پهلوءَ تي تفصيلي بحث ڪيو ويو آهي.

**طبي ادارا:** ٻڌمت جي دور ۾ وڏي پيماني تي بيمارن جي علاج لاءِ امداد جو انتظام رکيو ويو. اشوڪ اعظم جي دور حڪومت ۾ نه صرف پنهنجي سلطنت جي ننڍن وڏن صوبن ۾ انسانن ۽ جانورن جي علاج ۽ تيمارداريءَ (چيٽ) جو بندوبست ڪرايو پر انهيءَ انتظام کي ايتري وسعت ڏني، جو ڏکڻ هند توڙي انهن علائقن ۾ جيڪي يونانين جي تسلط هيٺ هئا، شفاخانن کان وٺي معالجن تائين سموري ذميواري پاڻ تي کنيائين. دوائن لاءِ گهربل جڙي ٻوٽين جي سرڪاري طور پوک ڪرائي ويندي هئي يا ٻاهران گهرايون وينديون هيون. شفاخانن ۾ دواسازيءَ جا شعبا ۽ تجربيگاهه به هوندا هئا. مريضن لاءِ خوراڪ ۽ رهائش جو انتظام هوندو هو ۽ شفاخانن جي معالجن کي سرڪاري خزاني مان پگهار ملندي هئي.

**راءِ گهراڻو ۽ چچ خاندان:** راجا هرش جي دور ۾ سنڌ جي آزاد حڪومت جو پايو پئجي چڪو هو. راجا هرش جي همعصر چيني سياح هوان سانگ پنهنجي سفرنامي ۾ ڄاڻايو آهي ته سنڌ جو راجا راءِ گهراڻي مان هو. انهيءَ راءِ گهراڻي 495ع کان 632ع تائين سنڌ تي راڄ ڪيو. هن گهراڻي جا پنج حڪمران: (1) راءِ ڏيوائج (ڏياچ)، (2) راءِ سهارس، (3) راءِ سهاسي (پهريون)، (4) راءِ سهارس (ٻيو)، (5) راءِ سهاسي (ٻيو). هڪ ٻئي جي پٺيان حڪومت ڪندا آيا. هنن جي گاديءَ جو هنڌ اروڙ هو.

**طب ۽ دوائون:** عرب، هند ۽ سنڌ جي طب ۽ دوائن کان قديم زماني ۾ واقف ٿي چڪا هئا، جنهن جو ثبوت عرب جي تاريخي تذڪرن مان ملي ٿو. ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ 'سامي تهذيب جي ارتقا ۾ سنڌ جو حصو' مضمون ۾ لکي ٿو ته: "اشوري شهنشاهه سنخريب جي زماني (612 ق. م) ۾ پهريون ڀيرو ووڻٽڻ جي پوک عراق ۾ رائج ٿي، جنهن لاءِ سنڌ مان ڪَڪڙا گهرايا ويا هئا. اهي ڪڪڙا واپارين وسيلي سنڌ مان عراق ويل پائنجن ٿا. انهيءَ زماني ۾ ڪي دوائون به سنڌ مان عراق ويون هيون. جهڙوڪ: آئورا، ايريو ٻهيڙا، چندن، ڪافور، ليسوڙا ۽ هريڙون وغيره.

**بيرزطن:** حافظ ابن حجر پنهنجي ڪتاب 'الاصابه' ۾ هند ۽ سنڌ جي ٻين ماڻهن جو بيان ڪندي بيرزطن جو ذڪر به ڪيو آهي، جنهن رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جي زندگيءَ ۾ اسلام قبول ڪيو هو. بيرزطن هندي ايراني بادشاهن جي زماني ۾ هڪ پير مرد شخص هو. جنهن بابت نشي جي علاج لاءِ هڪ واقعو مشهور آهي، جنهن کي سڀ کان اول هن ئي رواج ۾ آندو. بيرزطن هندي پهريون خوشنصيب هو، جيڪو حضور صلي الله عليه وسلم جن جي زماني ۾ ٿي گذريو آهي، ان کانپوءِ ٻئي سنڌي طبيب جو احوال ملي ٿو، جنهن جي باري ۾ امام بخاري 256هه/870ع الادب المفرد ۾ صحابه ڪرام جي زماني جو هڪ واقعو بيان ڪندي لکيو آهي ته "هڪ دفعي اُم المؤمنين حضرت عائشه صديقه رضه بيمار ٿي هئي ته سندس ڀائٽين هڪ سنڌي طبيب کي علاج لاءِ گهرايو هو." عربي طب ۾ مصر ۽ يونان پاران ڪيل اضافي ۽ استفادي کانپوءِ عربن خاص ڪري طب هندي (آيرويدڪ) ڏانهن توجهه ڏنو. ان ۾ ايران جا طبي مشاهير به اڳيرا رهيا الحاوي ۽ غنيٰ منيٰ ۾ جابجا هندي طبيبن جي نالن ۽ علاج جي طريقن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. قانون ۾ به اڪثر هنڌن تي *'طب هنديءَ'* جو معلومات درج ٿيل ملي ٿو 'طب فارس' (ايران) ۽ *'طب هندي'* (آيرويدڪ) جي بيشمار دوائن جا نالا پنهنجي اصل هندي ۽ فارسي شڪل ۾ عربي طب اندر آندا ويا آهن. اهي نالا انهي ئي اصل صورت ۾ عربي طب تان مغربي طب ۾ منتقل ٿي چڪا هئا. ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته طب جو علم سنڌ مان عرب ڏانهن منتقل ٿيو.

بوعلي سينا (457هه/1065ع) جي استاد نوح القمري (410هه/1019ع معالمات تي مشتمل پنهنجي ڪتاب غنيٰ منيٰ ۾ اڪثر هنڌن تي هندي طبيبن جا قول نقل ڪيا آهن. امام ذڪريا رازي بابت ابن ابي اصيبعه لکي ٿو ته هن هندي طبيبن جا ڪتاب مطالعي هيٺ آندا هئا ۽ سندس ڪتاب الحاوي ۾ انهن جا ڪيئي حوالا موجود آهن. بوعلي ابن سينا

پنهنجي ڪتاب ’القانون‘ ۾ حفظ صحت جو بيان ڪندي کير ۽ مڇي گڏ کائڻ جي منع ٿو ڪري، سندس انهيءَ قول کي مجربين هند ڏانهن منسوب ڪيو آهي. القانون جي مفرد دوائن واري باب ۾ 792 مفردات جو بيان آهي، جن مان 49 مفردات متعلق بو علي سينا صراحت ڪئي ته اهي هند سنڌ جي پيداوار آهن.

طب جون تصنيفون سرياني ۽ يوناني زبانن مان اموي خليفن جي دور ۾ عربيءَ ۾ منتقل ٿي چڪيون هيون، پر عراق ۾ عباسي خليفن جي حڪومتي دور ۾ انهيءَ سلسلي کي وڌيڪ ترقي حاصل ٿي. ان جو اصل آغاز تڏهن ٿيو جڏهن خليفي هارون الرشيد جي لاعلاج بيماريءَ جي علاج لاءِ مشهور سنڌي حڪيم ’ماڻڪ‘ جو بغداد وڃڻ ٿيو. سنڌ تنهن زماني ۾ (174هه/790ع) ۾ ڪيترن پرڳڻن ۾ ورهايل هئي، جن مان ڪي خودمختيار ۽ ڪي عباسي خليفن جي ماتحت هئا. اسحاق بن سليمان هاشمي بغداد جي خليفن پاران سنڌ جو حاڪم هو جن ڏينهن ۾ هارون الرشيد بيمار ٿيو ته سنڌ جي هڪڙي راجا پنهنجي خاص طبيب ماڻڪ کي خيرسگالي طور خليفي ڏانهن بغداد موڪليو. آخر ماڻڪ جي ڪامياب علاج کان پوءِ عباسي خلافت جو هتان جي طب ۽ طبيبن ڏانهن توجهه وڌيو ۽ ماڻڪ کي بغداد جي شاهي شفاخاني جو ناظم الامور مقرر ڪيو ويو. ان کان پوءِ يحيٰ بن خالد برمڪيءَ پنهنجو هڪ خاص نمائندو انهيءَ مقصد سان سنڌ ڏانهن اماڻيو ته جيئن هتان جي جڙين ٻوٽين جي باري ۾ تحقيقات ڪري اچي. هڪ سنڌي ويد ابن ڌنا (ڌني جي پٽ) کي صرف انهيءَ ڪم لاءِ سنڌ مان گهرائي سرڪاري دارالترجمه ۾ مقرر ڪيو ويو ته هو سنسڪرت جي ڪتابن جي ترجمي لاءِ عربي عالمن جو معاون ٿي رهي.

يحيٰ بن خالد جڙين ٻوٽين جي تحقيقات لاءِ سنڌ ڏانهن طبيب نمائندو موڪليو هو. انهيءَ شخص سنڌ مان واپس وڃڻ کان پوءِ هڪ تفصيل لکي خليفي جي خدمت ۾ پيش ڪيو. جنهن جو 3 محرم 259هه/ 9 نومبر 872ع تي نقل تيار ڪيو هو.

**طبي ڪتاب:** هند سنڌ ۾ طبي ڪتابن جي جيڪا اهميت هئي، ان بابت عرب جي مشهور عالم المسعوديءَ لکيو آهي ته: ”هتان جي هڪ برک ويد، راجا ڪوش لاءِ هڪ طبي ڪتاب لکيو هو جنهن ۾ بيمارين جي علت علامت ۽ دوائن جي افعال خواص سان گڏ انهن جي ماهيت متعلق وضاحت ٿيل هئي. ڪتاب ۾ جڙين ٻوٽين جون تصويرون ۽ نالا به درج ٿيل هئا.

عربيءَ ۾ سنسڪرت جي جن آير ويدڪ ڪتابن جا ترجما ٿيا، تن مان سشرت جي تصنيف ’سشرت سنگهتا‘، چوڪ جي تصنيف ’چوڪ سنگهتا‘ ۽ برڌوا گپت جي تصنيف ’اشٽ انگ هردي‘ گهڻي مقبوليت حاصل ڪئي. سشرت سنگهتا جو ترجمو يحيٰ بن خالد برمڪي جي خواهش تي ’ماڻڪ‘ ڪيو هو اهو ڪتاب برامڪ جي بيت الحڪمت ۾ طبي دستور العمل طور رائج ڪيو ويو. ’چوڪ سنگهتا‘ ۽ ’اشٽ انگ هردي‘ جو ترجمو ’ابن ڌنا‘ ڪيو. جنهن کي عبدالله بن عليءَ عربيءَ ۾ منتقل ڪيو هو.

جڙين ٻوٽين بابت هڪ جامع هندي ڪتاب جو ترجمو به ’ماڻڪ‘ ڪيو هو. جنهن ۾ هڪ هڪ ٻوٽيءَ جا ڏهه نالا ڄاڻايل هئا. اهو ڪتاب اسحاق بن سليمان جي خواهش تي ترجمو ٿيو هو. ماڻڪ طب سان گڏ بيت الحڪمت ۾ ترجمو ٿيندڙ ڪتابن ۾ به مددگار هوندو هو. هن ’شاناق‘ (چاڻڪيه) جي ڪتاب ’السموم‘ جي ترجمي ۾ ابو حاتم باغيءَ جي وڏي مدد ڪئي. مشهور ويد ’ماڌو‘ جو ڪتاب ’ماڌو ندان‘، ابن ڌنا ترجمو ڪيو هو جنهن ۾ 404 بيمارين جي تشخيص ۽ علاجي تجويزن جو بيان هو. توڪشتل نالي هڪ ويد جا ٻه ڪتاب به ابن ڌنا ترجمو ڪيا هئا، انهن مان هڪ ڪتاب علاج بابت ۽ ٻيو مجربات جي باري ۾ هو.

عورتن جي خاص بيمارين بابت ’روسا‘ نالي هندي طبيبه عورت جو ڪتاب به ترجمو ٿيو هو ۽ حامله عورتن جي علاجن تي مبني ٻيو ڪتاب پڻ ’ابن ڌنا‘ جي نگرانيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو هڪ ڪتاب جڙين ٻوٽين ۽ ٻيو نشي جي مضر اثراتن بابت عربيءَ ۾ ترجمو ٿيو هو.

**طبي مشاهير**

**ماڻڪ:** عربيءَ جي ڪيترن مؤرخن سنڌ جي هن طبيب ۽ عالم جي گهڻي ساراهه ڪئي آهي، جن ۾ ابن نديم، جمال الدين القفطي، ابن ابي اصيبعه وغيره قابل ذڪر آهن. هيءَ سنڌ جي هڪ راجا جو خانداني طبيب هو. خليفي هارون الرشيد جي بيمار ٿيڻ تي راجا طرفان بغداد وڃي خليفي جو علاج ڪيو هئائين. جنهن سندس وڏي قدرداني ۽ عزت افزائي ڪئي هئي. هي سنڌي زبان کان سواءِ عربي ۽ فارسي زبانن تي به دسترس رکندو هو. سنسڪرت جا ڪيترا ڪتاب عربيءَ ۾ ترجمو ڪيائين، جن ۾ ’سشرت سنگهتا‘ به شامل هو.

هڪ روايت آهي ته ماڻڪ سنڌ جي راجا طرفان سفير جي حيثيت ۾ طب، نجوم وغيره جا ڪتاب کڻي بغداد ويو. خليفي سندس صداقت ۽ طبي لياقت کان متاثر ٿي کيس بيت الحڪمت ۾ وڏي عهدي تي مقرر ڪيو. جتي هن علاج سان گڏ ڪيترن ڪتابن جا ترجما ڪيا. ماڻڪ جيڪي علمي ۽ فني توڙي اصلاحي ڪارناما سرانجام ڏنا، تن کي اڄ به عربي تاريخ ۾ عزت جي نگاهه سان ياد ڪيو وڃي ٿو.

**ٻلو:** هيءَ سنڌي طبيب، طبابت ۾ ماهر هو. ابن نديم جي بيان موجب بغداد ۾ سندس شفائي علاج جي هر هنڌ هاڪ هئي. يحيٰ بن خالد برمڪيءَ سنڌ مان عالمن جي جيڪا جماعت بغداد گهرائي هئي، هيءَ به ان ۾ شامل هو. ٻلو پهريائين بغداد جي ’دارالترجمه‘ ۾ هندي ڪتابن جي ترجمي لاءِ مامور ٿيو. سندس ڪماليت جي عام شهرت ٿي ۽ عرب ۾ اقامت پذير ٿيو. هي سنڌيءَ کان علاوه عربي، فارسي زبانن تي به دسترس رکندو هو.

**صالح پٽ ٻلو:** صالح نامور سنڌي طبيب ’ٻلو‘ جو پٽ هو. هن کي ماليها به ڪوٺيو ويندو هو. صالح پنهنجي پيءُ وانگر طبيب ۽ عالم هو.

ابن ابي اصيبعه ڪيس سنڌ جي انهن برک حڪيمن ۾ شمار ڪيو آهي، جيڪي بغداد ۾ رهائش پذير هئا. علامه قفطي به سندس ذڪر ڪيو آهي ته هن خليفي هارون الرشيد جي سئوٽ ابراهيم بن صالح جو علاج ڪيو ۽ ڪيس سڪرات مان هوش ۾ آندو. جنهن بعد هارون الرشيد ڪيس پنهنجو خاص مقرب مقرر ڪيو هو.

**بجيڪر (پونگر):** جاحظ بابت لکي ٿو ته: يحيٰ بن خالد برمڪي سنڌ مان جيڪي طبيب بغداد گهرايا هئا، تن ۾ هيءُ به شامل هو. سنڌ مان بغداد گهرايل ويد ۽ پنڊت خليفي جي خاص ماڻهن جي هدايتن موجب منتخب ڪيا ويندا هئا. سنڌ جي هن عالم جو علم نجوم تي لکيل ڪتاب محمد بن ابراهيم الغزاري، خليفي منصور جي چوڻ تي عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو. ان ليکڪ جو نالو 'فاياغر' ٻڌايو وڃي ٿو، جو اصل ۾ پونگر هو ۽ پوءِ بگڙي 'فيوغر' يا 'بجيڪر' ٿيو.

**ڪنڪا:** ڪتاب 'تاريخ سنڌ' ۾ ابو ظفر ندوي لکي ٿو ته: 193هه/ 808ع ڌاري جڏهن خليفو هارون الرشيد بيمار ٿي پيو ته هن سنڌ جي هڪ راجا ڏانهن سوکڙين سان گڏ هڪ سفارت موڪلي، ڪانئس تقاضا ڪئي ته اوهان وٽ 'ڪنڪا' نالي جيڪو برک ويد رهي ٿو ان کي اسان جي علاج لاءِ موڪلڻ جي مهرباني ڪريو. خليفي جي خواهش موجب سنڌ جي هن ويد کي بغداد موڪليو ويو، جتي هن خليفي جو ڪامياب علاج ڪيو.

**ابراهيم بن سنڌي:** بهترين طبيب ۽ علم نجوم جو ماهر هو. حافظ لکي ٿو ته، "ابراهيم جو شمار انهن فلسفين ۾ آهي، جيڪي طبيب به هوندا آهن." ڪيس طب جي علم ۽ فن تي عبور حاصل هو.

**ابن دَنا (دَني جو پٽ):** ابن دَنا، برامڪ جو اعليٰ عهديدار هو. جيڪو سنسڪرت مان عربي ۾ طبي ڪتاب ترجمو ڪندو هو. جن مان 'چوڪ' جو ڪتاب 'چوڪ سنگهتا' ۽ 'ٻڌو اگهيت' جي تصنيف 'اشٽ انگ هردي' مشهور آهن. هن خلافت عباسيه جي دور ۾ مٿين ترجمن کان سواءِ ٻيا به ڪيترا ڪتاب ترجمو ڪيا. هندي، عربي ۽ فارسي زبانن جو عالم هو.

انهن کان سواءِ ٻين ڪيترن ئي سنڌي طبيبن جا نالا تاريخ ۾ ملن ٿا، جن ڏيهان ڏيهه شهرت ماڻي. انهن ۾ قلبر قل، ڪلپ راءِ ڪل، سندباد، ابو ضلع، ابراهيم ابو عطا، افلع بن سيار، سنڌي بن شاهڪ، غانم، ڪرباش، ابن نيان، نصر هارون، ڪنڪن، انڪو زنڪل، داهر، باڪر، اريڪل، جبهر، اندي ۽ جاري وغيره قابل ذڪر آهن. (سندن اصل نالا عربي عبارت سبب تبديل ٿي ويا آهن.) هنن لاءِ روايت آهي ته طب ۽ نجوم بابت سندن لکيل ڪتاب هنديءَ مان عربيءَ ۾ ترجمو ڪيا ويا هئا.

**سومرا دور ۾ طب:** سومرن جي حڪومت جو پهريون دور ڏهين صدي عيسويءَ کان شروع ٿيو. تڏهن انهن جي حڪومت ٺٽ ۽ ان سان گڏيل حصن تائين هئي. سوڍن جي اچڻ وقت به اها حڪومت قائم رهي. اڳتي هلي سوڍن جڏهن 1226ع ۾ عمرڪوٽ تي قبضو ڪيو ته به سومرن جي حڪومت هلندي آئي. سومرن جي دور ۾ سياسي صورتحال جي برتري ۽ ادب پروريءَ کان علاوه طب جي باري ۾ جيڪي حقيقتون معلوم ٿين ٿيون، سي هر لحاظ کان اهم آهن. طب جي مقبوليت نه صرف عوام تائين محدود هئي، پر خود وقت جا حاڪم به ان سان پوري دلچسپي رکندا هئا. ڊاڪٽر غلام علي الانا جي تحقيق موجب پنيور مان هٿ آيل هڪ ڪتبي تي 'بجر هيڊ' جو نالو مليو آهي. اها 'بجر هيڊ' عام هيڊ جو هڪ قسم آهي، جنهن تي هلڪي بج ٿئي ٿي. هيڊ جو هي قسم ڪرل ڪري تيل ۾ ملائي سور ۽ سوڄ واري هنڌ تي لڳائبو آهي. لکيل اکر ڪنهن مٽيءَ جي ٿس تان ورتل آهن. جو ڪنهن دڪان جو ٿي سگهي ٿو. اهي اکر لوهاڙڪي لپيءَ ۾ آهن. نامور محقق رحيمداد مولائي شيدائي لکي ٿو ته: سومرن جي ابتدائي دور ۾ جڏهن سنڌ غزنوي گهراڻي جي باجگذار هئي، تڏهن هڪ ڀيري سلطان محمود بيمار ٿي پيو. ڪيترن حڪيمن جي علاج جي باوجود مايوس ٿي موت جو انتظار ڪرڻ لڳو. اها خبر جڏهن سنڌ جي هڪ سومري حاڪم کي پئي ته هن قاصد موڪلي سلطان کي علاج لاءِ آڇ ڪئي. سلطان محمود، سومري حاڪم کي پاڻ وٽ گهرائي، پنهنجو علاج ڪرايو. جنهنڪري تندرست ٿيو. سومرن جي دور ۾ طب جي تربيت ۽ ٻي تعليم جو انتظام مندرن ۾ هلندو هو.

### هن دور جا ناميارا ويج

**ياسڪر ڀٽ:** مشهور طب ماهر، جنهن کي هندي طب جي ماهر ۽ مرتب جي حيثيت سان ياد ڪيو وڃي ٿو. سندس ضخيم طبي تصنيف 'شرير پدمڻي' تشريح جي باري ۾ نهايت معياري تصنيف آهي. ان جي تياريءَ لاءِ هن نامور ويد سشرت جي مشهور تصنيف سشرت سنگهتا جي مدد ورتي هئي. سشرت جي انهيءَ تصنيف جو متن، مهاويد ٻڌ واگهيت پنهنجي اصلاح هيٺ آندو هو.

**چڪر پاڻي دت:** مشهور طبي ماهر هي 1060ع ڌاري ٿي گذريو آهي. سندس ڪيئي طبي شرحون لکيل آهن. جن مان چرڪ سنگهتا جي شرح آير ويدڪ ديپڪا ۽ سشرت سنگهتا جي شرح ڀالومتي وڏي شهرت رکن ٿيون ۽ سندس طبي تصنيفون پڻ يادگار آهن. هي خانداني طبيب هو. سندس والد نيپال جي راجا جو شاهي طبيب هو. چڪر پاڻي دت پنهنجي ڪتابن جي تدوين ۽ ترتيب ۾ سشرت، چرڪ، واگهه ڀٽ ناگار ڪان سواءِ ورندهه ۽ ٻين ويدن جي ڪتابن تان پڻ استفادو ڪيو هو.

سومرن جي دور ۾ سلطان محمد تغلق سڄي هند سنڌ تي حڪومت ڪئي. هي بادشاهه پاڻ به طب جو ماهر هو ۽ ڪيئي شفاخانا قائم ڪيائين. محمد تغلق کان پوءِ سلطان فيروز انهن شفاخانن ۾ اضافو ڪيو. تاريخ رشيدالدين خاني ۾ لکيل آهي ته سلطان فيروز تخت تي ويهڻ کانپوءِ ٽيهن مدرسن، ٽيهن شهرن، هڪ سئو نهرن ۽ هڪ سئو شفاخانن جاري ڪرڻ جو حڪم ڏنو. انهن ۾ هڪ وڏي شفاخاني جو ذڪر ٿيل آهي، جنهن ۾ امير غريب ۽ هندو مسلمانن کي مفت دوائون ڏنيون ويندڀون هيون. سلطان فيروز خود پنهنجي سوانح حيات ۾ انهيءَ شفاخاني بابت لکي ٿو ته، مون خدا جي مهربانيءَ سان هڪ شفاخانو

قائم ڪيو آهي، جنهن ۾ امير ۽ غريب جو هڪ جهڙو علاج ڪيو ويندو هو. تشخيص علاج ۽ غذا توڙي دوا جي لاءِ هر وقت ماهر طبيب موجود رهندا هئا ۽ سمورو خرچ شاهي اوقاف مان پورو ڪيو ويندو هو.

نامور محقق مولائي شيدائي لکي ٿو ته: ”انهيءَ زماني ۾ سيوهڻ ۾ هڪ تمام وڏو مدرسو قائم هو. انهيءَ مدرسي ۾ ابن بطوطه به ڪيترو عرصو گذاريو. فيروز شاهه تغلق ڪي چڙهائيءَ دوران نگرڪوٽ (ڪانگڙي) واري تاريخي مندر مان خزانن کان علاوه سنسڪرت جا 1300 ڪتاب پڻ هٿ آيا هئا، جن مان ڪيترن ڪتابن جو ترجمو ڪرايائين. انهن ۾ طب ۽ نجوم تي ڪيئي ڪتاب هئا، جن جو فارسي ۾ ترجمو ٿيو هو.

## فيروز شاهه جا طبيب

**الياس بن شهاب الدين:** هيءُ فيروز شاهه تغلق جو درباري طبيب هو ۽ پنهنجو ڪتاب ’راحت الانسان‘ (787هه/ 1385ع) فيروز شاهه ڏانهن منسوب ڪيو هئائين. هن ڪتاب ۾ يوناني ۽ هندي نسخن کان سواءِ تعويذ، ٽوٽا ٽوٽڪا، طلسم ۽ نقش درج ٿيل آهن. اڪثر عربي، فارسي لفظن جون معنائون هندي ۽ سنڌيءَ ۾ لکيون ويون آهن.

**سمن جي دور ۾ طب:** سمن جي دور ۾ سنڌ جي هر علائقي ۾ مدرسا قائم ڪيا ويا. انهن مدرسن ۾ ديني تعليم سان گڏ طبي تعليم به ڏني ويندي هئي. اڪثر ديني عالم ۽ وڏن گهراڻن جا ماڻهو طب جي علم ۽ فن سان تعلق رکندا هئا. خاص ڪري وڏين درگاهن جي پيرن، فقيرن ۽ مرشدن وٽ طب جو گهڻو رواج هوندو هو. اهي دعا سان گڏ دوا درمل به هلائيندا هئا. سنڌ جي بزرگن ۽ عالمن کي ٻين علمن سان گڏ طب سان به دلچسپي هوندي هئي. مختلف قلمي بياضن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ ۾ هر طبقي جي ماڻهن- بادشاهن وزيرن، اميرن، عالمن، پيرن توڙي عام ماڻهن جو طب سان لاڳاپو رهيو آهي. انهن بياضن ۾: ڄام نظام، مخدوم بلاول، مخدوم معين، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم حامد گنج بخش ۽ ٻين ڪيترن مشاهيرن جا طبي نسخا سندن نالن سميت درج آهن.

## عالم ۽ حڪيم

**ميرڪ شيخ عبدالوهاب:** ميرڪ خاندان سان تعلق رکندڙ شيخ عبدالوهاب شيخ محمود ثانيءَ جو پاٽيو هو جيڪو مرزا شاهه بيگ ارغون جي دور ۾ ٺٽي ۾ شيخ السلام رهي چڪو هو ميرڪ شيخ عبدالوهاب 950هه/1543ع ۾ مرزا ڪامران پاران مرزا شاهه حسن ارغون وٽ سنڌ ۾ وڪيل ٿي آيو هو ميرمعصوم بکري، شيخ عبدالوهاب کي طب ۾ ’در علم طب ڪامل مهارت داشت‘ يعني طب ۾ ڪماليت جي حد تائين ماهر لکيو آهي. هيءُ 990هه/1582ع ڌاري وفات ڪري ويو.

**مخدوم نوح:** مخدوم نوح بن نعمت الله صديقي هالن وارو ڏهين صديءَ جو نامور بزرگ ٿي گذريو آهي. هن قرآن پاڪ جو فارسي ترجمو ڪيو هو. هن جا ٻين علمن سان گڏ طب بابت به قلمي بياض موجود آهن. اڄ تائين هن خاندان جو تعلق طب جي علم ۽ فن سان واسطو آهي. مخدوم نوح 982هه/ 1574ع ڌاري وفات ڪئي.

**ميرمعصوم بکري:** مير معصوم بکري ولد سيد صفائي حسيني، بهادر ۽ دلير سپاهي هئڻ سان گڏ طبيب ۽ تاريخ نويس هو. علم طب تي ’طب نامي‘ ۽ ’مفردات‘ معصومي نالي به ڪتاب لکيائين. هن 1019هه/ 1610ع ڌاري وفات ڪئي ۽ معصوم شاهه جي مناري پرسان سکر ۾ دفن آهي.

**ڪلهوڙن جي دور ۾ طب:** نامور محقق حسام الدين راشدي لکي ٿو ته: ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌ اندر طب انتهائي عروج تي پهتل هئي. ڪلهوڙن جي دربار حڪيمن ۽ عالمن سان ڀريل هوندي هئي. ميان يار محمد جو پٽ ميان محمد دائود خان هڪ وڏو حڪيم هو ۽ طب سان سندس خاص شغف هو. ميرعلي شير قانع لکي ٿو ته، ميان محمد دائود طب ۾ گهري معلومات ۽ گهڻي شفا جو مالڪ هو. حڪيم عبدالرئوف، حڪيم عبدالرزاق مشرب ۽ ٻيا طبي عالم سندس مقرب هئا. هن علم طب تي ڪيتريون تصنيفون لکيون، جن مان ’طب دائودي‘ ۽ ’بازنامو‘ مشهور آهن.

## ڪلهوڙا دور ۾ مشهور طبي ماهر

**مير امين الدين خان:** مير امين الدين خان ولد مير ابوالمڪارم هڪ وڏي خاندان جو فرد هو. شروعات ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙي کيس شڪارپور ۾ جاگير ڏني هئي. بعد ۾ اورنگزيب کيس 1114هه/1702ع ڌاري ٺٽي جو نواب مقرر ڪيو. هن تعليم جي تحصيل ٺٽي مان ڪئي. کيس طب ۽ شاعريءَ ۾ گهڻي دلچسپي هئي. سندس مشهور تصنيفن ۾: ’رشحات الفنون‘، ’معلومات الافاق‘ ۽ ’عجائب الحيوانات‘ شامل آهن. ’رشحات الفنون‘ ۾ چوڏهن علمن جو اختصار آهي، جن ۾ طب جو علم به آهي. سندس طب ۾ ڪيل ڪيترا ڪارناما تاريخ ۾ ملن ٿا.

**مير عبدالرزاق مشرب:** هي اصفهاني سيد فارسي جو برگزيده شاعر ۽ مختلف علمن ۾ ماهر هو خاص ڪري علم جعفر ۽ نجوم ۾ بيمثال هو. سندس طبي قابليت بابت مير علي شير قانع کيس پنهنجي دور جو جالينوس سڏيو آهي. هي ماڻهن جو علاج ۽ تيمارداري ڪندو هو هن 1117هه/ 1705ع ۾ وفات ڪئي.

**شاهه اسماعيل صوفي:** شاهه اسد الله عرف شاهه اسماعيل صوفي هروي بزرگ شيخ عبدالله انصاري متوفيءَ جي اولاد مان هو حضرت شاهه عاشق الله جو مريد ۽ شاهه عنايت جو مخلص هو باطني علمن کان سواءِ ظاهر ۾ خلق خدا جي دوا درمل ڪندو هو مير علي شير قانع لکي ٿو ته: ”هن جهڙو ڪماليت جو صاحب ويجهڙائيءَ ۾ پيدا نه ٿيو.“

**حڪيم سيد عبدالڪريم رضوي:** هي پنهنجي دور جو نامور طبيب ٿي گذريو آهي، جنهن جي قابليت کان متاثر ٿي ڪلهوڙا حڪمران ميان نور محمد ڪلهوڙي 1167هه/1753ع ۾ کيس دربار ۾ وڏي منصب تي

مقرر ڪيو. حڪيم الحڪماءِ حڪيم عبدالفتاح گيلاني سندس استاد هو حڪيم عبدالڪريم، ميان نور محمد جي وفات ڪان پوءِ دربار ڪان الڳ ٿي پنهنجو مطب قائم ڪيو. علاج سان گڏ طبي تصنيف جو سلسلو به قائم رکيائين. سندس هڪ تصنيف 'جامع المنافع' (قلمي بياض) پيرجهنڊي جي تاريخي ڪتبخاني ۾ موجود آهي، جنهن ۾ سنڌ جي عالمن، حڪيمن، بزرگن، بادشاهن، اميرن ۽ وزيرن جا سوين طبي نسخا نقل ٿيل آهن. سيد عبدالڪريم جي شاگردن مان حڪيم محمد بکري مشهور طبي ماهر ٿي گذريو آهي.

ان ڪان سواءِ حڪيم مرزا عبدالهادي، مير محمد يعقوب حڪيم، مير منعم علي خان، حڪيم مير اسد الله خان غالب، خواجا مير مرتضيٰ ٺٽوي، سيد عبدالله، حڪيم سيد الڪريم حقاني، حڪيم ايسرداس، ميان شفيع محمد، حڪيم بولچند، حڪيم عبدالرئوف، سيد محمد زمان، مير محمد علي مشهدي، حڪيم مير محمد اڪرم ۽ مير علي شير قانع سميت ڪيترائي طب ماهر، عالم ۽ اديب ٿي گذريا آهن، جن ڪلهوڙا دور ۾ پنهنجو نالو ڪڍيو ۽ مڃتا ماڻي.

**ٽالپر دور ۾ طب:** هيءُ دور طب جي علم ۽ فن جي ترقي لاءِ ڪارآمد دور هو. ٽالپرن طب جي سرپرستي ڪئي ۽ ڪيئي طبي ڪتاب قلمبند ڪرايا. هند- سنڌ جا نامور حڪيم گهرائي دربار ۾ رکيائون. هن دور ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ دوائن جا ڪيترا دڪان کليا ۽ مسلمان توڙي هندو ڪيئي فاضل طبيب پيدا ٿيا. هندن پسارڪي ڌنڌي جو رواج عام ڪيو. ائين طب جي علم، فن ۽ تجارت جي ترقي ٿي. ميرن جي دور ۾ ايران جا ٻه خاندان حيدرآباد آيا، جن ملڪي سياست سان گڏ طب جي به خدمت ڪئي ۽ انهيءَ فن بابت ڪيترا ڪتاب لکيا. انهن مان مرزا خسرو بيگ ۽ ٽنڊي آغا جو ميرزا خاندان اڃا به مشهور آهي، جن جي پوين وٽ قلمي طبي ذخيرا موجود آهن.

لکي غلام شاهه (ضلع شڪارپور) وارن سيدن جو خاندان جيتوڻيڪ ڪلهوڙن جي آخري دور ۾ عروج تي آيو، پر هنن جي سموري طبي خدمت ٽالپر دور سان تعلق رکي ٿي. اهڙي طرح راشدي خاندان جون طبي خدمتون به انهيءَ دور ۾ شروع ٿيون، جيڪي اڳتي هلي انگريزن جي عهد ۾ طب جي تاريخ جو روشن باب بڻيون.

لڪيءَ (سيوهڻ) طرف طب جي جيڪا ترقي ٿي، تنهن ڪي به گهٽ اوج ميرن جي صاحبيءَ ۾ حاصل ٿيو نواب علي محمد لغاريءَ جو گهراڻو به ٽالپري دور ۾ اسريو. خود نواب ولي محمد به جيد طبيب هو. ڪانئس پوءِ انهيءَ خاندان ۾ ڪيترا نامور عالم ۽ حڪيم ٿي گذريا آهن.

**ٽالپر دور جا طبي عالم:** ٽالپرن جي حڪومت ۾ سڀ ڪان وڏو حڪيم قاضي محمد ڪامل هو جنهن ڪانپوءِ سندس شاگردن مان ديوان ٿارو مل مشهور حڪيم ٿي گذريو آهي. سيد عبدالفتاح جو طبي ڪتاب 'نافع الغلق'، عبدالرحيم بن ڪمال ڪشميريءَ جو ڪتاب 'تشريح اعضاء بدن' توڙي سنڌ جي ٻين حڪيمن، حاجي الياس، پياري خان، جان محمد لغاري، آخوند نور محمد، ميان عبدالحڪيم (هالائي)، احمد خان پرگڙي، قاضي نورالله (ننڍي شهر واري) ۽ قاضي غلام محمد قاسمائي وغيره جا طبي نسخا ديوان ٿاري مل جي تحرير ۾ ملن ٿا، جيڪي هن 1272هه/ 1855ع ڌاري حيدرآباد ۾ قلمبند ڪيا هئا. نصرپور ۾ سيد اسد الله شاهه، سيد قادر شاهه رضوي ۽ قاضي عبدالرحمان وچئين دور جا قابل حڪيم ٿي گذريا آهن. قاضي عبدالرحمان جي حڪمت پري پري تائين مشهور هئي.

پوئين دور ۾ ديوان عالم چند، چيناند لوهاڻو ۽ گوپالداس ناميارا طبيب هئا. مسلمانن مان قاضي ميان محمد بخش ولد غلام حسين ۽ آخوند عبدالله پڻ نالي وارا حڪيم ليکيا وڃن ٿا. ٽالپرن حاڪمن مان مير مراد علي خان حڪيم هو ۽ طبي تصنيف 'طب مراد' لکيائين. انهيءَ ڪتاب ڪانپوءِ ٻين ميرن ۾ به طبي ڪتابن لکرائڻ جو شوق جاڳيو، جنهن ڪري 'طب ولي'، 'طب خسروي'، 'طب احمدي'، 'طب مرزا عباس' وغيره جهڙيون طبي تصنيفون ڪتابي صورت ۾ آيون. مير صوبدار خان 'خاصة التداوي' نالي طب تي ڪتاب لکيو جنهن ۾ 49 باب آهن. ان ڪان علاوه 'مجربات طب' به ترتيب ڏنائين. هن جو خدمتگار محمد يوسف طب سان تعلق رکندڙ هو، جنهن جا ڪيئي نسخا، طبي بياضن ۾ آيل آهن.

ساڳئي دور ۾ سکر ۾ عام دوائن جو وهنوار ٿيڻ لڳو. سکر ۾ آڏومل پساريءَ جي دڪان جي ابتدا به ميرن جي دور ۾ ٿي، جيڪو دڪان ورهاڱي بعد مهاجرن جي قبضي ۾ آيو. ان ڪان سواءِ شڪارپور ۾ پسارين جا عاليشان دڪان پڻ ٽالپر دور ۾ قائم ٿيا. انهيءَ زماني ۾ لاڙ، نوشهري ۽ پاٽ ۾ پڻ ناميارا حڪيم ٿي گذريا آهن، جن مان سيد ياسين شاهه جو نالو قابل ذڪر آهي.

**انگريز حڪومت ۾ طب:** انگريزن 19 فبروري 1843ع تي سنڌ تي قبضو ڪيو. سنڌ ۾ سڀ ڪان پهرين ولايتي معالج جيمس برنس آيو، جنهن 1828ع ڌاري پنهنجو جاسوسي طرز جو سفرنامو 'سنڌ جي دربار' لکيو. هن کي مير مراد علي خان جي علاج بهاني موڪليو ويو هو. مير مراد علي خان جي بيماريءَ لاءِ برنس لکي ٿو ته: "مير جي شڪل مان نه ٿي ڏسڻ ۾ آيو ته هن کي ڪنهن به قسم جو ڪو مرض آهي. تشخيص بعد مون ڏٺو ته ڪيس ڪو به مهلڪ مرض نه هو. سندس بيماري چيٽ چاڪريءَ سان جيڪڏهن صفا چٽي وڃڻ جي نه هجي، ته به گهٽ ٿي سگهي ٿي. انگريز حڪومت ۾ سنڌ اندر به مليريا جو ڪامياب ديسي علاج موجود هو جيئن لطف الله جي خود نوشت سوانح 'سنڌ جو سفر' ۾ ڄاڻايل آهي ته ڪيس مڇرن جي آزار ڪان موسمي بخار ٿي پيو جنهن لاءِ سنا ۽ ناگدون استعمال ڪيائين ۽ شفاياب ٿي ويو.

انگريز حڪومت جي سرپرستيءَ هيٺ ٿوري وقت ڪان پوءِ ڪلڪتي، مدراس، بمبئي ۽ لاهور ۾ هڪبئي پٺيان يونيورسٽيون کليون ۽ ميڊيڪل ڪاليج برپا ٿيا، ائين انگريزي نيم حڪمت، مڪمل

حڪمت جي صورت اختيار ڪري سرڪاري اسپتالن ذريعي هر هنڌ رائج ٿيندي وئي. ايلوپيٿيءَ جي مقابلي لاءِ ديسي طب جا وارث به ميدان تي آيا. 1865ع ڌاري لاهور ۾ ۽ 1875ع ڌاري دهليءَ ۾ حڪيم عبدالمجيد خان طبي مدرسي جو بنياد رکيو، جنهن کي 1920ع کان پوءِ حڪيم اجمل خان عروج تي آندو ۽ وفات (1927ع) تائين ان کي طبي دارالعلوم جي حيثيت ڏياري ويو. اڳتي هلي دکن، علي ڳڙهه، لکنؤ ۽ پٽنا ۾ به طبيه ڪاليج، نيم سرڪاري ادارن جي سهڪار سان قائم ٿيا.

سنڌ جي حڪيمن خاص ڪري دهلي، لاهور ۽ لکنؤ جي طبي ادارن مان تعليم حاصل ڪئي، پر انهن ادارن کان وڌيڪ سنڌ جي انهن علمي ۽ طبي شخصيتن حڪيم ۽ طبيب پيدا ڪيا، جن ۾ راشدي خاندان قابل ذڪر آهي. سنڌ جي راشدي خاندان مان پير حڪيم حسام الدين شاهه راشدي (اول) توڙي حڪيم احمد شاهه (اول) ڪمال جا معالج هئا، انهن جهڙي شفا ڪنهن ولايتي ڊاڪٽر جي علاج ۾ ڪا نه هئي. پير احمد شاهه جراحت جي فن ۾ معجزي جي حد تائين ماهر هو.

## انگريز دور جا مشهور حڪيم

**حڪيم محمد جعفر:** هي پنهنجي دور جو مشهور ترين حڪيم ۽ بينظير طبي عالم ۽ مصنف هو. سندس طب تي لکيل ڪتاب ’فرهنگ جعفري‘ قابل ذڪر آهي: هيءَ تصنيف ميرن جي آخري دور سان تعلق رکي ٿي. هن ڪتاب ۾ مفردات، مرڪبات، لغات ۽ جڙين ٻوٽين کان سواءِ انگريزي دوائن جو ذڪر، بيان ۽ خاصيتون شامل آهن. حڪيم محمد جعفر انصاري حيدرآباد جو رهاڪو هو.

**قاضي ميان فيض محمد:** قاضي ميان فيض محمد، قاضي ميان حبيب الله ٻهلاڻيءَ واري جو فرزند ۽ ميرن جي آخري دور جو وڏو عابد زاهد ۽ حڪيم ٿي گذريو آهي. طب ۾ وڏو ڪمال رکندو هو. هن جا ڪيترا صدري نسخا مرضن لاءِ اڪسير هوندا هئا.

**سيد ميران محمد شاهه (اول):** هيءُ حڪيم سيد محمد شاهه ٽڪڙ واري جو پٽ هو ۽ 1245هه ڌاري ڄائو هو. حڪمت ڪيس ورثي ۾ مليل هئي. انگريزن جي حڪومت جي اوائلي دور ۾ وڪالت جي تعليم حاصل ڪيائين. وڪالت ڇڏي حڪمت جي ڌنڌي سان آخري گهڙيءَ تائين سلهاڙيل رهيو. 1309هه ڌاري وفات ڪيائين.

**مولانا حڪيم محمد جعفر:** هيءُ بزرگ عالم ۽ حڪيم، ڪراچيءَ جو وينل ۽ ذات جو چوڙائي هو. ڪتاب ’مفيد الخلق طب‘ (منظوم سنڌي) سندس تصنيف آهي. هيءُ ڪتاب ’طب جعفر‘ نالي 1303هه ڌاري قاضي فتح محمد ۽ قاضي عبدالڪريم بمبئيءَ مان شايع ڪرايو هو.

**ڀڳت راڌا ڪرشن:** شڪارپور جو مشهور سنياسي ۽ ڀڳت 1866ع ڌاري ٿي گذريو آهي. ڀڳت ڀائي جيوڻ داس ساڌٻيلي وارو سندس پٽ هو. روايت آهي ته هيءُ ٻهريان ڪنهن سرڪاري عهدي تي فائز هو. پوءِ خيرپور جي مير علي مراد جي مرشد صوفي محمد حسن جي صحبت ۾ ملازمت ڇڏي ايشور جي ڀڳتيءَ سان گڏ ماڻهن جي خدمت ڪرڻ لڳو. سندس سنياسي ۽ ويدڪ علاج هند ۽ سنڌ ۾ مشهور هو.

**مولانا عبدالغفور مفتون همايوني:** هيءُ حڪيم 1261هه ڌاري ڳوٺ همايون تعلقي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. سندس والد ميان محمد يعقوب بلوچستان جي شهر ڇٽ (لڳ لهڙيءَ) جو رهاڪو هو. مفتون همايوني علم طب ۾ وڏي مهارت رکندو هو. ڪيترا لاعلاج مريض شفاياب ڪيائين. قيمتي دوائن کان وٺي معمولي دوائن تائين وٽس مرڪبات هوندا هئا. سندس شاگردن ۾ ميان مالڪ ڏنو ڪوري ۽ چيتارام نابينا مشهور حڪيم ٿي گذريا آهن. هن 1336هه ڌاري ڳوٺ همايون ۾ وفات ڪئي.

**مولوي محمد صديق سيتائي:** هيءُ بزرگ معقول ۽ منقول جو وڏو ماهر، عالم، مناظر، متڪلم ۽ فقيه هجڻ سان گڏ علم طب ۾ به پنهنجو مٽ پاڻ هو. علم طب ۾ مهارت سبب وقت جا ڪيترائي آفيسر ۽ عام ماڻهو وٽس ايندا هئا. سندس مشهور شاگردن ۾: حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، مولوي عبدالعزيز ملڪاڻي، مولوي عبدالرزاق ٻوبڪائي، مولوي عبدالله سيتائي ۽ ٻيا ڪيترا قابل ذڪر آهن.

**حڪيم مولوي نظر محمد:** هيءُ لاڙ جو ناميارو حڪيم ۽ عالم مسلم يونيورسٽي عليڳڙهه ۾ استاد هو. طب سان خاص دلچسپي هئس. ڪيترن ئي لاعلاج مريضن جو علاج ڪري شفاياب ڪيائين. هن 1936ع ڌاري 80 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي.

**حڪيم مير علي نواز علوي:** مير علي نواز ولد ميان فخرالدين 1851ع ڌاري شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. شڪارپور جي مشهور علوي خاندان مان وقت جو علم طب جو ٻرڪ عالم ٿي گذريو آهي. شعر شاعري ۽ علم ادب جي خاص دلچسپيءَ سان گڏ علم طب سندس محبوب مشغلو هوندو هو. سندس هٿ ۾ شفا هئي، ان ڪري ملڪ کان سواءِ ڏورانهين ڏيهه جا ماڻهو وٽس اچي شفاياب ٿيا. هن علم طب تي ڪيترا ڪتاب لکيا. جنوري 1920ع ڌاري وفات ڪيائين.

**حڪيم محمد واصل درس:** حڪيم محمد واصل درس ولد ميان رحمت الله (جنم 1853ع) ٺٽي جو مشهور حاذق حڪيم ٿي گذريو آهي. پنهنجي دور جو داناءِ طبيب هو. ديسي دوائن تي نهايت مفيد تجربا ڪيا هئائين، جن ذريعي ڪيترن موذي ۽ لاعلاج بيمارين جو حاذق حڪيم هوندو هو. 1920ع ڌاري وفات ڪيائين.

**حڪيم محمد يعقوب ڪوريجو:** سيوهڻ پرسان هڪ ننڍڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو ۽ ڳوٺ جو وڏيرو هو. وٽس ڪافي ملڪيت هئي، پوءِ به حڪمت جي ڌنڌي کي نه ڇڏيائين. محمد يعقوب چانڊين جي سردار نواب غيبي خان چانڊيي جو خانداني حڪيم هو. سندس هٿ ۾ شفا هئي. پنهنجي دور جو لاثاني حڪيم هو. حڪمت ۾ ڏيهان ڏيهه مقبوليت ماڻيائين. سندس ڪيترائي ڪارناما مشهور آهن.

**حڪيم محمد عالم چانڊيو:** نامور حڪيم محمد عالم چانڊيو ولد اميد علي 1901ع ڏاري ڳوٺ بلي، تعلقي ميرو خان، ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ پيدا ٿيو. جامعہ مليہ ڪاليج دهليءَ مان طب جي تعليم پرائي هڻائين. ڪجھ وقت پنهنجي ڳوٺ ۾ پوءِ لاڙڪاڻي ۾ دواخانو هلايائين. پنهنجي ڌنڌي ۾ نهايت ڪامياب رهيو. هن 22 نومبر 1972ع تي وفات ڪئي.

**علي محمد ڪاڪيپوٽو:** پنهنجي وقت جو نامور حڪيم ٿي گذريو آهي. 1900ع ڌاري ڳوٺ مارو ڪاڪيپوٽا، تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ بهادر خان ڪاڪيپوٽي جي گهر ۾ پيدا ٿيو. دهليءَ جي طبيہ ڪاليج مان سند حاصل ڪيائين. ڪيترو وقت پنجاب يونيورسٽيءَ طرفان اورينٽل ڪاليج لاهور ۾ فيلو مقرر رهيو. عمر جي آخري حصي ۾ پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۾ حڪمت سان گڏ درس جو سلسلو جاري رکيائين. مشهور شاعر علامہ اقبال سندس شاگرد هو. علي محمد ڪاڪيپوٽي پهرين مارچ 1967ع ۾ وفات ڪئي.

ان کان سواءِ مشهور طبي ماهرن ۽ حڪيمن ۾ قاضي ميان فيض محمد، حڪيم قاضي حبيب الله مورائي، حڪيم حافظ محمد عثمان، مولوي محمد عثمان نورنگزادو، حڪيم سيد غلام علي شاهہ، حڪيم محمد حسن، محمد اسماعيل، آخوند محمد بچل انور، آخوند لطف الله، پير پاون شاهہ ساقي، حڪيم سيد محمد شاهہ متعلوي، قاضي ميان محمد، قاضي ميان حبيب الله، مولانا قاضي نظر محمد ديهاتي، مولوي عبدالله ميمڻ، سوامي هيمراج چڏاڪاشي، مخدوم الهہ بخش، مولانا حاجي محمد، ميان عبداللطيف پٽي، حافظ اسدالله شاهہ، علامہ محمد عثمان قرآني، حڪيم محمد قاسم ڪوريجو سجاول چانڊيو، ويد پيتمبر داس اوجها، حڪيم قاضي اميد علي عباسي، حڪيم سيد محمد اختر، حڪيم تاج محمد افغان، ميان غلام شاهہ لڪيءَ وارو، حڪيم مولوي عبدالرحيم سنڌي، بخش علي جتوئي، حڪيم سيد عبدالغفار ريلائي، ميان عنايت علي شاهہ، حڪيم ڏنراج مل ايسر سنگهہ، چرن سنگهہ بيدي، حڪيم خير محمد صديقي، ويد رامنات شرما، خليفو محمد اسماعيل لاکو حڪيم ولي محمد ڏاهري، حڪيم يعقوب قادري، حڪيم ويرومل آريہ پريمي، حڪيم پير بخش لکوي، پير حسين بخش شاهہ، حڪيم مولوي محمد صالح، حڪيم آئل مل نصرپوري، آغا صوفي، پير نول گهوٽ، حڪيم نذير حسين حيدري، حڪيم سيد غلام مرتضيٰ شاهہ، حڪيم شمس الدين احمد، حڪيم محمد امين، پريل شاهہ ترائي وارو، مولوي عبدالله بنگلديرائي، حڪيم قائم الدين احمد، حڪيم علي محمد قادري، نواب گل محمد لغاري، محمد صادق راڻيپوري سميت راشدي خاندان، پير جهنڊو خاندان سيوهڻ جو قاضي خاندان، سرهندي خاندان، ترائيءَ جو قاضي خاندان طب ۾ مشهور حڪيم، عالم ٿي گذريا آهن.

**ورهاڱي کانپوءِ سنڌ ۾ طب:**

14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان جو قيام عمل ۾ آيو. پاڪستان جي باني قائداعظم ورهاڱي کان اڳ دهليءَ جي هڪ طبي ڪانفرنس ۾ تقرير ڪندي چيو هو تہ: "آزاديءَ کان پوءِ ديسي طب (يوناني طب) جي ترقيءَ لاءِ پوري سرجوشيءَ سان ڪوشش ڪئي ويندي." ليڪن ورهاڱي کانپوءِ ديسي طب لاءِ ڪي اپاءَ نہ ورتا ويا. جنهنڪري ديسي طب خانگي طب ٿي وئي ۽ سڄو زور ولايتي طب جي ترقيءَ تي ڏنو ويو. جنهن ڪي سرڪاري طب جي حيثيت حاصل ٿي وئي.

**سنڌ ۾ طب جا تعليمي ادارا:**

ورهاڱي کانپوءِ لاهور جو قديم طبيہ ڪاليج قائم رهيو. تنهن کان سواءِ بهاولپور، ڪراچي، حيدرآباد ۽ ٻين شهرن ۾ بہ طبيہ ڪاليج جاري ٿيا، پر طب جي تعليم جو معيار خاطر خواهہ نہ رهيو. جنهنڪري طب سان تعلق رکندڙ ڪيترن ماڻهن نقلي سَندن جي فروخت ڪرڻ جو پيشو اختيار ڪيو.

حيدرآباد، سنڌ ۾ هڪ ئي وقت طب جا ٽي تعليمي ادارا: (1) سنڌ طبيہ ڪاليج، (2) اعظم طبيہ ڪاليج، (3) حيدرآباد طبيہ ڪاليج وجود ۾ آيا، جن مان هڪڙو تعليمي ادارو 'حيدرآباد طبيہ ڪاليج' اڳتي هلي بند ٿي ويو.

**طبي رجسٽريشن بل:** پاڪستان قائم ٿيڻ بعد حڪيمن ۽ طبيبن رجسٽريشن لاءِ ڪافي زور لڳايو. ارڙهن سالن بعد حڪومت قومي اسيمبليءَ مان 'طبي رجسٽريشن بل' پاس ڪيو. جنهن جو عنوان 'يوناني آيرويدڪ ۽ هوميوپيٿڪ پريڪٽشنرز ائڪٽ' رکيو ويو.

طبي رجسٽريشن بل پاس ٿيڻ کانپوءِ ٿوري ئي عرصي ۾ ٽيھ چاليھ هزار حڪيم، ويد ۽ هوميوپيٿ رجسٽرڊ ٿي ويا. انهيءَ تحرڪ ڪي ڏسندي ديسي طب سان تعلق رکندڙ هر طبقي جي ماڻهن اها اميد ڏيکاري تہ هاڻي هن تهذيبي ورثي جو ڀاڳ کُلندو. پر اوچتو اهي طبي سرگرميون ختم ٿيڻ جي حد تائين سرد ٿي ويون. جنهن جا ڪيترائي سبب هئا: جيڪي معالج رجسٽرڊ نہ ٿي سگهيا، تن ۾ اڪثريت انهن ماڻهن جي هئي، جيڪي صرف پئسي ڪمائڻ جي ڪَدِ هئا، جڏهن تہ ٻئي پاسي، انهن جي طب جي بقا سان ڪا بہ دلچسپي نہ رهي هئي.

موجوده حالتن جي پيش نظر، سرڪاري سرپرستي نہ هئڻ ڪري ۽ ٻين جديد علمن جي ظاهر ٿيڻ کانپوءِ بہ ايجا تائين ڪيترائي اهڙا ماڻهو موجود آهن، جيڪي روايتي طب ۾ اعتبار رکن ٿا ۽ ان کي ئي ترجيح ڏين ٿا.

سنڌ ۾ طب سان تعلق رکندڙ حڪيم نہ هئڻ جي برابر آهن. ان ڪري آهستي آهستي سنڌ مان يوناني طب وارو علم ختم ٿيندو پيو وڃي. ان هوندي بہ ڪراچي، سکر ۽ موري شهرن ۾ ايجا تائين طبيہ ڪاليج موجود آهن ۽ طب جي خدمت ڪري رهيا آهن.

# سنڌ جي عدالتي سرشتي جي تاريخ

(قديم دور کان موجوده دور تائين)

قديم دؤر ۾ سنڌ ۾ عدل ۽ انصاف توڙي جرم ۽ سزا جي حوالي سان ڪا واضح، تفصيلي ۽ مخصوص معلومات ڪانه ٿي ملي. تاريخ ۾ صرف ڪي اشارا ۽ حوالا ئي ملن ٿا، جن مان سنڌ جي قديم عهد جي عدالتي نظام جو تصور جوڙي سگهجي ٿو. هندو برهمڻ دؤر جي باري ۾ يقين سان ڪجهه چئي نٿو سگهجي، ڇو ته برهمڻي ڌرمي روايتون رگ ويد ۾ ملن ٿيون. هين روايتن موجب عربن سنڌ تي ڪاهه وقت سنڌ جي درسي ڪتبخانن ۽ تاريخي دستاويزن کي ساڙي ناس ڪري ڇڏيو هو، اهو ئي سبب آهي، جو ان وقت جو اهم تاريخي مواد اڄ ناپيد آهي ۽ جيڪي ڪجهه تاريخي مواد سهيڙيو ويو آهي، اهو پڻ ڪن عرب جاگرافيدانن ۽ سياحن جي لکتن، سفرنامن ۽ يادگيرين تان ورتل آهي.

**عربن جي دؤر ۾ عدل ۽ انصاف جو سرشتو:** عربن ۾ جمهوري رجحان ۽ قبيلائي طرفداريءَ سبب قديم ترين زماني کان وٺي عدالت، انتظاميه کان جدا پئي رهي. عهدِ نبوي، خلافت راشديه ۽ ان ڪانپوءِ به مختلف علائقن ۾ عدالتي ڪمن لاءِ قاضي ۽ مفتي مقرر ڪيا ويا. مفتيءَ جو حوالو قديم سنڌي شاعريءَ ۾ به ملي ٿو:

مفتي منجهه وهار، ته قاضي ڪاٺيارو نه ٿئين!

(شاهه)

مفتيءَ جو ڪم فتويٰ ڏيڻ ۽ ان جو دارومدار فقه جي علم تي آهي. فقه جو ماخذ اڪثريت جي راءِ ۾ قرآن مجيد، سنت رسولﷺ امت جو اجتماع ۽ قياس آهي ۽ انهن مان به اصل الاصول قرآن مجيد آهي. قضا به ساڳي ڳالهه آهي، فرق ايترو آهي، تن ان ۾ اجراء ۽ نفوذ هوندو آهي. پر مفتي ان جو مجاز نه آهي.

سنڌ تي قبضي ڪرڻ ڪانپوءِ محمد بن قاسم مختلف علائقن شهرن، قلعن جي حدن ۾ گورنر ۽ عدالتي نظام سنڀالڻ لاءِ قاضي مقرر ڪيا. مشهور جاگرافيدان المسعودي منصوره جي عدالتي نظام جو تفصيل سان ذڪر ڪندي لکي ٿو ته غير مسلم رعايا جون پنهنجون پنچائتون هيون، جيڪي خانگي طور فيصلا ڪنديون هيون. مسلمان ۽ غير مسلم جي وچ ۾ پيدا ٿيل جهڳڙي جو فيصلو هندو برهمڻ يا پنڊ پروهت جي مدد سان قاضي ئي ڪندو هو. قاضيءَ جي عهدي تي عام طور مشهور عالم حديث، غير جانبدار ۽ ايماندار ماڻهو مقرر ڪيو ويندو هو. قاضيءَ لاءِ عاقل، بالغ، آزاد ۽ جسماني توڙي دماغي طور سالم مسلمان ۽ فقه جي علم مان واقف هئڻ ضروري هو اسلامي شريعت موجب فريادي ۽ جوابدار ٻئي ڌريون برابر هيون. ثابت ڪرڻ جو بار فريادي تي هوندو هو. ثبوت نه هئڻ جي صورت ۾ جوابدار کي قسم کڻڻو پوندو هو ۽ ڌرين جي وچ ۾ راضي نامي جي گنجائش هوندي هئي ۽ ان موقعي تي فيصلو ڪيو ويندو هو. ان وقت جيل وغيره ڪو نه هئا. صفاريه امير عبنسه بن اسحاق پهريون پيرو سنڌ ۾ جيل قائم ڪيو جيڪو ديبل مندر ۾ هو.

**غزنوي، غوري، خلجي ۽ تغلق سلاطين دؤر ۾ عدالتي سرشتو:** سنڌ ۾ عربن جي حڪومت جي خاتمي ڪانپوءِ غزنوي، غوري، غلام، خلجي ۽ تغلق سلطانن جي عملداري شروع ٿي. سنڌ ۾ گڏيل تهذيب هئي، اُن دؤر ۾ عدالتي ڪاتي کي 'ديوان قضا' چيو ويندو هو. دعوائن ٻڌڻ واري ڪاتي کي 'ديوان رسالت' ۽ سزا ڏيڻ واري محڪمي کي 'ديوان سپانست' چيو ويندو هو عدالتي ڪاتي جي سربراهه کي 'قاضي القضات' چوندا هئا. نامور سياح ابن بطوطه پنهنجي سفرنامي ۾ ڪمال الدين ولد مولانا برهان الدين بڪريءَ کي سنڌ ۽ هند جو قاضي القضات لکيو آهي. مسلم آبادين جي چوگرد هندو رياستن جو ڄار هو اسلامي سلطنت جي بنياد کي مضبوط ڪرڻ لاءِ مسلمانن لاءِ نوان شهر آباد ڪيا ويا ۽ بچاءَ خاطر انهن جي چوگرد ديوارون يا ڪوٽ ڏياريا ويندا هئا. شهرن ۾ محتسب (ڪوتوال) ۽ قاضي مقرر ڪيا ويندا هئا. شهر جي ڪوتوال کي صاحب 'شرطيه' چوندا هئا. هو رات ڏينهن پوليس جي دستي سان، درو (هنٽر) کڻي شهر جو گشت ڪندو هو. محلن جي مدبرن ۽ معتبرن کي حڪم هوندو هو ته بدڪارن ۽ بدمعاشن جا نالا ڪوتوال کي پيش ڪن. ٻاهران آيل ماڻهن ۽ مهمانن جي اچ وڃ تي نظر رکڻ ۽ هارين جي دانهن ڪوڪ ٻڌڻ به سندس فرضن ۾ شامل هو. ڏوهارين کي موقعي تي سزا ملندي هئي. بدڪار کي سنگسار ڪيو ويندو هو ۽ سياسي قيدين جي ملڪيت ضبط ڪئي ويندي هئي. محمد تغلق پنهنجي دور حڪومت ۾ پنڻ تي بندش وڌي. علاءُالدين خلجيءَ جي دور ۾ جوئارين ۽ شرابين لاءِ سخت سزائون مقرر ٿيون. قاضي ڪوتوال جي ڪم ۾ دخل ڏئي نه سگهندو هو. البت سندس فيصلي خلاف قاضيءَ وٽ اپيل ڪري سگهبي هئي.

**سومرا ۽ سما دؤر ۾ عدل انصاف جو سرشتو:** سومرا ۽ سما دؤر ۾ عدالتي ۽ مالگذاريءَ جا ڪاتا قاضين جي هٿ هيٺ هوندا هئا. هندو پنهنجا فيصلا پنچائت جي ذريعي ڪندا هئا. سمن جي ڪيترن قبيلن جا سردار، لاڙ توڙي سري ۾ پنهنجي زمينداري حد جا خودمختيار حاڪم هئا. شهرن جي انتظام لاءِ به سمن جا مائٽ مقرر هئا، جيڪي نائبن جي ماتحت هئا. دنياوي ۽ فوجداري ڏوهن کي اڪلائڻ لاءِ جدا جدا طريقيڪار نه هو وڪيل نه هوندا هئا ۽ فريادي ۽ جوابدار سڌيءَ طرح قاضيءَ سان رابطي ۾ هوندا هئا. محتسب ڏوهارين کي موقعي تي سزا ڏيندو هو هوڪ ئي وقت پوليس آفيسر، گشتي مئجسٽريٽ ۽ سزا تي عمل ڪندڙ (Executioner) هو بکر ۽ سيوهڻ جا قاضي پنهنجي ايمانداري، ديانتداري ۽ غيرجانبداريءَ سبب مشهور هئا. ڄام سنجر جي ڏينهن ۾ بکر جي قاضيءَ اهڙو اعتراف ڪيو ته هو فريادي، جوابدار ۽ شاهدن (ٽنهي ڌرين) کان رشوت وٺندو هو سڄو ڏينهن عدالتي ڪمن ۾

مصروف رهڻ ڪري، سندس اهل عيال جي پرورش ڪيس پريشان پئي ڪيو. انهيءَ واقعي ڪانپوءِ ڄام سنجر نہ رڳو قاضين، پر حڪومت جي سڀني شعبن جي ملازمن جو پگهار وڌائي، رشوت کي ٻنجو ڏنو ۽ ڏوهارين کي سزا ملڻ کي يقيني بنايو.

سما سردار هميشہ صلح جا خواهشمند رهيا، ڄام نظام الدين سمو (ڄام نندو: حڪومتي دور: 1490ع - 1508ع) صبح جو طنبيلي ۾ وڃي گهوڙن جي پيشانيءَ تي هٿ ڦيرائي پاڻ مان چوندو هو: "يارا! خدا ڪري اهڙو ڏينهن نہ اچي، جو تو تي سوار ٿي آءٌ ٻين ماڻهن سان وڙهان."

**ارغون ۽ ترخان دؤر ۾ عدل انصاف جو سرشتو:** هن دؤر ۾ شيخ الاسلام جو اعليٰ عهدو قائم ڪيو ويو، جنهن تي متقي ۽ عالم دين شخص مقرر ٿيندو هو. اهو مذهبي معاملن ۾ حاڪم جو صلاحڪار هوندو هو. مسجد لاءِ امام ۽ محتسب مقرر ڪندو هو ۽ 'قاضي القضات' جي حيثيت ۾ قاضي مقرر ڪندو هو. 'تاريخ معصومي' ۾ شاهہ قطب الدين هروي ۽ سيد صفائي بن سيد مرتضيٰ الحسيني الترمذيءَ جي 'شيخ الاسلام' هجڻ جو ذڪر اچي ٿو. اهڙيءَ طرح 'قاضي دائود' ۽ مفتي جمال الدين 'قاضي القضات' هئا. ارغونن ڪانپوءِ سنڌ ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي ۽ ٺٽي ۽ بکر ۾ ٻہ جدا حڪومتون قائم ٿيون، جنهن سبب سنڌ ۾ ٻہ 'شيخ الاسلام' مقرر ٿيا. ڪين کو عدالتي اختيار حاصل ڪونہ هو، ۽ تاريخ ۾ اهڙو حوالو نہ ٿو ملي.

شهرن ۽ پرڳڻن لاءِ قاضي مقرر هئا، جيڪي پنهنجي حدن اندر رهندا هئا. حاڪم اپيلون ٻڌندو ۽ فيصلو ڪندو هو. قاضي لاءِ عالم ۽ فقہ جو ماهر هجڻ ضروري هو. سندن ذاتي يا مسلڪي اعتقاد، سندن تقرر يا منصبي فرضن جي راهہ ۾ رڪاوٽ نہ سمجهيا ويندا هئا. توڙي جو سنڌ ۾ گهڻن ئي مسلڪن جا مسلمان رهندا هئا، جهڙوڪ: ٺٽي ۾ شافعي ۽ مهدوي رهندا هئا. قاضيءَ جي پگهار وغيره جو هن دؤر ۾ پتو نٿو پوي. عدالتي ڪمن کان سواءِ ڪن قاضين جي سياسي اثر رسوخ سبب، ملڪي معاملن ۾ ساڻن صلاح مشورو ڪيو ويندو هو يا ڪين سفارتي مهم تي موڪليو ويندو هو. پر اهو عام دستور نہ هو. هن ڏس ۾ 'تاريخ معصومي' جو حوالو آهي تہ مرزا شاهہ حسن طرفان قاضي قادن کي دولهہ درياهہ خان جي پٽن ڏانهن ايلچي ڪري موڪليو ويو هو تہ آڻ ميجي ۽ خون خرابيءَ کي روڪي، پر هن سندس مشورو نہ مڃيو. اهڙيءَ طرح مرزا عيسيٰ ترخان، ٺٽي جي شيخ الاسلام عبدالوهاب پورانيءَ کي سفير جي حيثيت ۾ سلطان محمود بکريءَ سان ڳالهين لاءِ موڪليو ۽ هن ٻنهي جي وچ ۾ صلح ڪرايو. هن دور ۾ مفتين ۽ صدرن جو بہ احوال ملي ٿو. مفتيءَ جو ادارو قديم ۽ معروف هو. اهي مقرر ڪيا ويا تہ جيئن فوجدارن ۽ صوبيدارن جي چڙواڳين ۽ سرگرمين کي روڪي سگهجي. ٺٽي ۽ بکر ۾ مرڪزي جيل هئا. سبي ۽ سيوهڻ ۾ سب جيل هئا. قتل، بدڪاري ۽ ڌاڙي جي ڏوهن لاءِ موت جي سزا هئي. هٿ وڍڻ ۽ ڦٽڪا هڻڻ ٻين ڏوهن لاءِ ڌاڙهي مٿو ڪوڙائڻ ۽ ڏنڊ، معمولي ڏوهن جي سزا هئي. هندن کي مڪمل تحفظ هو ۽ سندن مقدما راڄوڻي طرح نبيريا ويندا هئا.

مرزا عيسيٰ ترخان جي مرڻ ڪانپوءِ مرزا محمد باقيءَ جي حڪومت ۾ وڏا ظلم ٿيا. هو وڏو لالچي ۽ ظالم هو. ڪن ۽ نڪ ڪپرائڻ، عورتن جون ڇاتيون ڪپائڻ، ڦاسي، سر قلم ڪرائڻ ۽ هاٿيءَ جي پيرن هيٺان لتاڙائڻ سندس ڪرت ۾ شامل هو. مرزا باقيءَ جي 12 سالا دؤر کان سواءِ ترخان جي دور ۾ ارغونن جهڙي عدالتي سرشتي ۽ انصاف پروريءَ جو احوال ملي ٿو.

**مغل گورنرن جي دؤر ۾ عدل انصاف جو سرشتو:** مغلن تجربي جي بنياد تي هڪ عدالتي نظام ۽ تعزيراتي سرشتو قائم ڪيو. بابر جي عهد ۾ ڪو تحريري قانون ڪونہ هو. همايون کي ايتري مهلت نہ ملي. سندس دور ۾ ڪو تحريري قانون ڪونہ هو، پر سندس فرمانن ۾ صوبيدارن لاءِ عدالتي معاملن بابت ڇڙوڇڙ روايتون ملن ٿيون. جهانگير ۽ شاهجهان جي بادشاهيءَ ۾ تحريري هدايتون ملن ٿيون. ان ڪانپوءِ اورنگزيب جي ايامڪاريءَ ۾ مڪمل پينل ڪوڊ تحريري شڪل ۾ ملي ٿو. ان جو تفصيل فارسي ڪتاب 'مرات احمدي' ۾ ڄاڻايو ويو آهي. اهو دراصل گجرات جي گورنرن ڏانهن 1672ع ۾ موڪليل هڪ فرمان آهي، جنهن جون 32 شقون آهن. اهڙيءَ طرح اورنگزيب هڪ جامع ڪتاب 'فتاويٰ عالمگيري' مرتب ڪرايو، جنهن جي شروعات 1663-64ع ڌاري ٿي ۽ اٺن سالن ۾ پورو ٿيو. ان ۾ شرع اسلاميءَ جا بنيادي اصول ڄاڻايا ويا ۽ هندستان ۾ انگريزن جي حڪومت جي شروعاتي دور ۾ بہ ان کي مستند قانوني ڪتاب طور تسليم ڪيو ويندو هو. پر تاريخ جي سوين صفحن تي اهڙو ڪو بہ احوال نہ ٿو ملي تہ ڪو اهڙو عدالتي نظام، مغل گورنرن سنڌ ۾ بہ رائج ۽ نافذ ڪيو هو.

**ڪلهوڙن جي دؤر ۾ عدل انصاف جو سرشتو:** ڪلهوڙن جي حڪومت راڄوڻي بنيادن ۽ پيري، مريديءَ واري ناتي تي ٻڌل هئي. هن دؤر ۾ پهريون دفعو سنڌ جي وحدت جو تصور اڀري نروار ٿيو ۽ سنڌ ملڪ ۾ قائم مختلف حڪومتن جي بدران سنڌ لفظ ڪم آندو ويو ۽ ان جي وحداني وجود کي تسليم ڪيو ويو. عدالتي ڪاروبار قاضين جي حوالي هوندو هو. جيل بہ هئا ۽ انهن ۾ نظر بند رهندڙ ماڻهو ڪاڏي خوراڪ ۽ پوشاڪ جو انتظام پاڻ ڪندا هئا. ميان نور محمد ڪلهوڙي پنهنجي، 'منشورالوصيت' ۾ ڄاڻايو آهي تہ مقدمن ۾ دين جو اطباع ۽ شريعت جي پيروي لازمي آهي. مقدمہِ اسلام کان علاوه جيڪڏهن ڪي ٻيا قصا ٿين تہ انهن ۾ هٿ وجهڻ ۽ ڪن ڪٽڻ ۾ جلد بازي نہ ڪريو. ڪڏهن ڪڏهن سچائي ڪجهہ مدت ڪانپوءِ ظاهر ٿيندي. هن دؤر ۾ سنڌ ۾ رواج هو تہ جيڪڏهن چور جا پير ڪنهن ڳوٺ تائين ويا ۽ ان کان اڳتي

سنڌ جو عدالتي سرشتو

انهن جو ڪو پيرو ڪونہ مليو تہ سڄي ڳوٺ ڪي چوري ٿيل سامان وغيره پري ڏيڻو پوندو هو. ڪوتوال مکيہ ڪارندو هو، جنهن کي پوليس جا اختيار مليل هوندا هئا. پر سنڌس ڪم ۾ سرگرمين جو دائرو رڳو ان شهر يا ڳوٺ تائين هوندو هو، جتي هو مقرر ٿيل هوندو هو ۽ اتي هو ڪورٽ هلائيندو هو ۽ سرسري عدالت (سمري ڪورٽ) جي طرز تي سزا ڏيندو هو. ان زماني ۾ سنڌ ۾ وڏا وڏا ڪاڌڪو چور هوندا هئا ۽ اهڙا وري ماهر پڳي/ پيرادو هوندا هئا، جيڪي ڊور ڊڳي ۽ اُٺ گهوڙي يا ماڻهوءَ جي پيرن جو پُرو ميلن تائين ٻهراڙين ۽ ٻيلن ۽ درياهہ جي پار ڪڍي ويندا هئا. ڪنهن ڳوٺ ۾ ڪو اجنبي اچي پناهہ وٺندو هو تہ سندس سامان چوري ٿيڻ جي حالت ۾ سڄي ڳوٺ کي نقصان پري ڏيڻو پوندو هو.

قانون جي عملداريءَ جو ڪم ڪاردار ڪندا هئا، جيڪي قرآن مجيد مطابق فيصلا ڪندا هئا، جنهن جي فتويٰ مفتي ڏيندا هئا. موت جي سزا ورلي ڪنهن کي ملندي هئي. ڪٻوهٽ ڪٽڻ يا ڪن ۽ نڪ ڪٽڻ نهايت سنگين سزا سمجهي ويندي هئي. حڪومت اڪثر اهڙين سخت سزائن کي نهايت ڳرن ڏنڊن ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ آماده هوندي هئي، ڏوهارين جي پيري ڪڍڻ ۽ پڪڙڻ جو بار فريادي ڌر تي هوندو هو، جنهن زميندار جي ڳوٺ ۾ چور جا پير وڃي پهتا ۽ هن چور کي پيش ڪيو تہ چور جي سموري املاڪ ضبط ڪئي ويندي هئي ۽ چوري ٿيل سامان جي برابر سامان ڪان وٺي ڪجهہ هٽ آيل مال حڪومت جي حوالي ٿيندو هو. جيڪڏهن چور غريب هوندو هو تہ ڪيس جيل اماڻيو ويندو هو، جيسين سندس مِٽ مائٽ يا دوست، چوري ڪيل سامان جي قيمت ۽ ڏنڊ جي رقم ادا ڪن. اهڙيءَ طرح قيدي پنهنجي پيٽ گذر لاءِ پِنندا هئا ۽ جيڪڏهن انهن مان ڪنهن کي خيرات ۾ پيٽ پالڻ ڪان وڌيڪ ڪجهہ ملندو هو تہ اهو ڪوتوال کڻندو هو. چور وٽ اگر ثبوت نہ هوندو هو تہ هو بي گناهہ آهي، تہ ان حالت ۾ سخت طريقا اختيار ڪيا ويندا هئا. ملزم کي باهہ تي اگهاڙين پيرن گهمائڻ، تپيل لوهہ هٿ ۾ ڪڻائڻ، يا وري ڪنهن مقرر وقت لاءِ ڪيس پاڻي ۾ ٻڏي ڏيارڻ جهڙا طريقا استعمال ڪيا ويندا هئا.

ڪلهوڙن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ ٻاهران ماڻهو گهڻي تعداد ۾ اچي آباد ٿيا، تنهنڪري ڏوهن ۾ ڪافي واڌ آئي. سزائن ڏيڻ يا سرڪوبي ڪرڻ سان امن امان جو مسئلو حل ٿي نہ سگهيو انهيءَ ڪري ڪلهوڙن آبادڪاريءَ جا بهتر ذريعا مهيا ڪري هزارين ماڻهن کي هاريپي ۾ لڳايو. مختلف علائقا آباد ٿيا ۽ جڳهہ جڳهہ ڳوٺ ٻڌجي ويا. اهڙيءَ طرح عوام ۾ امن امان اطمينان سان زندگي گذارڻ ۽ محنت سان روزي ڪمائڻ جي رغبت پيدا ٿي. البت چوپائي مال جي چوري عام هئي. اڻ سڌريل قبيلا پنهنجي مرضيءَ موجب جهيڙا فساد ڪندا هئا ۽ ڌاڙا هڻندا هئا. پراڻيون ذاتي دشمنيون افراتفريءَ جو وڏو سبب هيون. اهڙن عنصرن ڪان هوشيار ۽ خبردار رهڻ ۽ حفاظت خاطر ديد بان يا پهري جا مينار ۽ زمينن ۾ ٺُل ٺهرايا ويندا هئا. ڳوٺن جي چوڌاري ڪوٽ اڏيا ويندا هئا.

**ٽالپرن جي دؤر ۾ عدل انصاف جو سرشتو:** ٽالپرن جي حڪومت جو نمونو مغلن ۽ ڪلهوڙن جي دور جهڙو هو سنڌ ملڪ پرڳڻن ۽ تعلقن ۾ ورهايل هو. سرڪاري رهتن جي وصوليءَ لاءِ مشير (Assessor) مقرر هئا، جيڪي پاڻ سان هڪڙو خزانچي، ڪي قاصد ۽ سوارن جو دستو رکندا هئا. عدالتي ڪم قاضين جي حوالي هوندو هو. ڪيسن جي فيصلن ۾ اينگهہ نہ ڪندا هئا. ڪو ڏوهاري ڪنهن جي اک ڪڍندو هو تہ قاضي ان ڏوهاريءَ کي اُس ۾ ٻيهاري، آتشي شيشي کي سنڌس اک اڳيان جهلي هڪ اک بيڪار ڪرائيندو هو چوريءَ جي مال واپس ٿيڻ جي نتيجي ۾ ملڪيت جو چوٿون حصو حڪومت ڪڻندي هئي. ٺڳي، ويساهہ گهاتي ۽ ڪوڙا سڪا ناهڻ فوجداري ڏوهہ هئا، جن لاءِ قيد ۽ ڏنڊ جون سزائون هيون. شرابي ۽ بدڪار کي شرعي سزا ملندي هئي.

ٽالپرن جي دؤر ۾ باضابط ڪورٽون ڪونہ هيون. ڪنهن ڪيس ۾ ملوث ڌرين کي قاضي يا پنچائت يا باهمي رضامنديءَ سان چونڊي منصفن ڏانهن موڪليو ويندو هو. موروثي ملڪيت، شاديءَ بابت دعوائون ۽ ٻيا اهڙا مکيہ ڪيس قاضي نبيريندو هو. اُهي 'محمدن لا' (مسلمانن جي ذاتي قانون) مطابق طئي ڪيا ويندا هئا. قاضي فيصلو لکت ۾ ڏيندو، جيڪو نهايت خبرداريءَ سان لکيو ويندو هو ۽ ڪيس حڪمرانن طرفان اهڙي اختيار جي سند حاصل هوندي هئي. مقامي رسم رواج سان لاڳاپو رکندڙ معاملا پنچائتون نبيرينديون هيون. پنچائت جي صدارت مُکي ڪندو هو ۽ جانچ پڙتال ۽ فيصلي ڪرڻ لاءِ پنجن ماڻهن تي مشتمل هڪ مختصر ڪميٽي هوندي هئي. ٻين معاملن لاءِ هندن توڙي مسلمانن طرفان هڪ جهڙي نموني منصف مقرر ڪيا ويندا هئا. مقدمي ۾ صفائيءَ طور، ڪڏهن لکت ۾ بيان داخل ڪيا ويندا هئا ۽ تہ ڪڏهن وري هڪ ڌر قسم کڻندي هئي ۽ ٻي ڌر اُن تي اعتبار ڪندي هئي. منصف جي وڏي عزت هوندي هئي ۽ سنڌس فيصلي تي ورلي ڪو اعتراض ڪيو ويندو هو. منصف ڌرين ڪان قرآن پاڪ تي قسم وٺندو هو ۽ لکت ۾ فيصلو ڏيندو هو جيڪو ڪيس کٽندڙ ڌر کي ملندو هو. نامور سياح برنس لکيو آهي تہ سنڌ ملڪ جو سرڪاري مذهب قرآن شريف تي مبني آهي، تنهنڪري قانون جو سرشتو بہ ساڳئي سرچشمي مان ورتو ويو. هندو گهڻو ڪري پنهنجا تڪراري معاملا سرڪاري اهلڪارن وٽ ڪونہ کڻي وڃن ۽ اُهي پنچائت يا ثالثيءَ جي ذريعي حل ڪن ٿا. ڪجهہ قبيلا قانون پنهنجي هٿن ۾ کڻن ٿا ۽ انتظام جي اصول تي عمل ڪن ٿا. سر بارٽل فريئر 1853ع ۾ لکيو آهي تہ چوپائي مال جي چوريءَ کي ڏوهہ نٿو سمجهيو وڃي. عورتن جي باري ۾ جهڳڙا، هندستان جي ٻين پاڳن جي ڀيٽ ۾ گهٽ آهن. *(شاهہ عبداللطيف آف ڀٽ آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس، لنڊن 1940ع صفحا 150-153)*

سنڌ جو عدالتي سرشتو

ايسٽوڪ لکيو آهي ته عدل ۽ انصاف جي معاملي ۾ سنڌ جا ٽالپر حاڪم رحمدلي ۽ بخش ڪرڻ ۾ غلطي ڪندا هئا. هو خون وهائڻ جي سخت خلاف هوندا هئا، وڌ ۾ وڌ ۽ سخت ۾ سخت سزا طور هٿ يا پير ڪاٽيو ويندو هو.

راءِ صاحب اُڌارام چانڊومل ٿڌاڻيءَ لکيو آهي ته ’عدل انصاف جي بجاآوري اڪثر چڱيءَ طرح ٿيندي هئي، پر ڪڏهن خوشامندون ۽ پاسداريون به هلنديون هيون. جيڪڏهن ماڻهو چبوترائي (فوجدار) کي چوائي موڪليندو هو ته چشم پوشي ڪري ڇڏيندو هو. چبوترائيءَ کي مير صاحب مقرر ڪندا هئا. ڪيس نياءُ ڪرڻ جي دريافت بعد تهمتيءَ کي ڏوهه مطابق هٿوراڙيون وجهندو يا ڪاٺ ۾ وجهندو هو ۽ چور کي بنديخاني ۾ سرڪاري قوت ملندو هو. خوني جوابدارن لاءِ قاسي گهاٽ نهرايل هو، پر انهيءَ جي نه چبوترائي، نه ڪاردارن کي اختياري هئي. خونيءَ کي سڌو مير صاحب وٽ موڪليندا هئا، جيڪو پاڻ قاسيءَ جو حڪم ڏيندو هو.

نواب ولي محمد خان لغاري، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان پاران مقرر هو، جنهن کي قاسيءَ تائين اختيار مليل هئا. هو چور ۽ سرڪاري مال ۾ خيانت ڪندڙ جا هٿ يا پير يا چپ يا نڪ ڪپائي ڇڏيندو هو. خون جو عيوضو فوتيءَ جا مائٽ چڪائيندا هئا. خونيءَ کي قاسي ملندي هئي، پرجي هئي ڌريون پاڻ ۾ راضي نامو ڪنديون هيون ته مير صاحب وڌيڪ پڇا نه ڪندا هئا، نه ته وري خونيءَ جي ڏاڙهي مٺو ڪوڙائي گڏهه تي چاڙهي بازار مان لنگهائي بڇڙو ڪندا هئا ۽ پوءِ خون ٿيل جي مائٽن کان معافي وٺائيندا هئا. فوجداري معاملن ۾ اپيل به ٿيندي هئي. فريادي سڌو ميرن تائين ڪونه وڃي سگهندا هئا. فقط سندس عزيز ڪو مير صاحب وٽ ڪامورو هوندو هو ته اهو هن جي پاران مير وٽ دانهن ڏيندو هو. فوجداري ڪم ائين هلندو هو ۽ مير صاحب انهيءَ ڪم ۾ پاسخاطري ڪانه ڪندا هئا. ’ديواني ڪم لاءِ نه ڪا عدالت هئي، نڪو ڪو منصف ٿي هو. هندو پائيبندن جا معاملا مُکي ۽ عاملن جا وڏا بيٺل ڪامورا فيصلو ڪندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن هندو ۽ مسلمان جو پاڻ ۾ تڪرار ٿيندو هو ته هندو پنهنجي ڌرم پائي ۽ مسلمان پنهنجي هم دين ڪامورن وٽ دانهن ڪٽي ويندا هئا. جيڪڏهن اُهي ڌرم پائي ۽ هم دين ڪامورا فيصلا نه ڪري سگهندا هئا ته پوءِ اُهي فيصلا مير صاحبان ڪندا هئا. انهن ڏينهن ۾ هندن جا ڏيوالا گهٽا نڪرندا هئا. عدل انصاف جي ڪارسازي شهر ۾ انهيءَ دستور ٿيندي هئي ڀهراڙيءَ ۾ هر هڪ پرڳڻي ۾ ڪاردار هوندو هو، جنهن کي موجوده مختيارڪارن کان به وڌيڪ اختيار مليل هئا ۽ روينيو (ملڪي) خواهه عدالتي (جنهن ۾ فوجداري ۽ ديواني هئي ڪم اچي ويندا هئا)، بلڪ ڪاٿيءَ جو ڪم به ڪندو هو. فقط شرعي ڪم لاءِ قاضيءَ کي گهرائيندو هو.“

**انگريز حڪومت ۾ عدل انصاف جو سرشتو:** 1843ع ۾ انگريز حڪومت قائم ٿيڻ بعد چارلس نيپيئر کي سنڌ جو فوجي گورنر مقرر ڪيو ويو. چارلس نيپيئر 1847ع ۾ سبڪدوش (آزاد) ڪيو ويو. سنڌ جو بمبئيءَ سان الحاق ٿيو ۽ مسٽر پرنگل ڪمشنر ٿي آيو.

مغل سلطنت جي زوال ڪانپوءِ سنڌ ڇڻ سنڌ ڏار حيثيت اختيار ڪري چڪي هئي، ان ڪري چارلس نيپيئر کي جيڪو انتظامي سرشتو ورثي ۾ مليو سو ايترو مضبوط متحرڪ ڪونه هو پر مقامي حالتن مطابق موزون هو. گهڻن ٿي سول ۽ ملٽري انگريز آفيسرن اُن جي تعريف ڪئي آهي. هيگ، واهن جي ڪوٽائي ۽ آبپاشيءَ جي بندوبست جي تعريف ڪئي آهي. جيمس آئوٽرام تعزيراتي قانون (پينل ڪوڊ) جي نرمي ۽ ڏوهن ۾ ڪميءَ جو ذڪر ڪيو آهي ۽ راڻبورن مفت ۽ ترت انصاف پلئه پوڻ واري عدالتي سرشتي کي ان وقت جي انگلنڊ ۾ مروج نظام جي ڀيٽ ۾ بهتر ڄاڻايو آهي.

ايڇ. ٽي. لئمبرڪ انهيءَ ڳالهه کي گهڻو ورجايو آهي ته سر چارلس نيپيئر سنڌ ۾ سستي ۽ ترت انصاف لاءِ ڪيترائي انتظامي قدم کنيا، جن جي نوعيت سرسري عدالتي ڪارروائي (سمري ٽرائل) جهڙي هوندي هئي. سندس خيال هو ته سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن عوام تي گهڻا ظلم ڪيا. عوام جي حالت قياس جوڳي هئي ۽ ڪين نه رڳو تسلي ۽ آٿت جي ضرورت هئي، پر ڪين بانور ڪرائڻو هو ته انگريزن جي حڪومت ڪين جاني ۽ مالي تحفظ، ڪاروباري ۽ مذهبي آزادي ۽ شهري سُک ميسر ڪري ڏيڻ لاءِ ذميوار آهي ۽ ان جا سمورا انتظامي قدم انهيءَ ڏس ۾ ئي کنيا ٿي ويا.

سنڌ ۾ ڪاروڪاريءَ جا گهڻا واقعا ٿيندا هئا. زال کي يا ڪنهن مائٽ طرفان عورت کي بدڪاريءَ جي شڪ سبب قتل ڪرڻ سنگين (capital) ڏوهه ڪونه سمجهيو ويندو هو. نيپيئر جي زماني ۾ اهڙا ڏوهه گهڻا ٿيندا هئا يا وري ايئن مشهور ڪيو ويندو هو ته فلاڻي عورت آپگهات ڪيو. نيپيئر هن قسم جي ڏوهن کي ختم ڪرڻ لاءِ گهڻي ڪوشش ڪئي.

جسٽس (رٽائرڊ) اي.آر. ڪارلينيس لکيو آهي ته، نيپيئر سنڌ ملڪ کي ٽن ضلعن: ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾ ورهايو. ضلعي جو سربراهه ڪليڪٽر هوندو هو، جنهن جي ماتحت ڊپٽي ۽ ڪاردار هوندا هئا. ڪليڪٽر ۽ ڊپٽي ڍل وصول ڪرڻ سان گڏوگڏ مقدما به ٻڌندا هئا، پر سندن قانوني اختيار گهڻا محدود هوندا هئا. ڊپٽيءَ جي فيصلي جي ڪليڪٽر توثيق ڪندو هو ۽ ڪيس جج ايڊووڪيٽ جنرل ڏانهن موڪليو ويندو هو جيڪو حيدرآباد ۽ شڪارپور جي ڊپٽين سان گڏجي اهم ڪيس ۾ نظرثاني ڪندڙ ڪورٽ جا فرض سرانجام ڏيندو هو. ڪليڪٽر ابتدائي جانچ ڪرڻ ڪانپوءِ ڪيس جا ڪاغذ گورنر کي اماڻيندو هو ته مقدمو ملٽري ڪميشن هلائي يا نه. ملٽري ڪميشن جي

فيصلي جي بہ گورنر توثيق ڪندو هو. ديواني ڪيسن ۾ ٽالپرن جي زماني ۾ وصول ٿيندڙ في ڪي گھٽائي پنج سيڪڙو ڪيو ويو. ڪليڪٽرن ۽ ڊپٽين کي فوجداري ڪيسن هلائڻ جي صحيح طريقيڪار جي ڪا ڄاڻ ڪانہ هئي. اهڙي قسم جا ڪيترائي ڪيس نيپيئر جي ڌيان تي نہ آيا. خاص طور ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر ڪئپٽن پريڊيءَ جو هلايل ڪيس، جنهن ۾ قتل جي ملزم جي خلاف ڪو ثبوت ڪونہ هو ۽ جيڪي ماڻهو قتل جي واردات جي موقعي تي موجود هئا، تن کي بہ شاهدي ڏيڻ لاءِ طلب ڪونہ ڪيو ويو. جنهنڪري ڪيس محسوس ٿيو تہ صوبي ۾ هڪ جج مقرر ڪيو وڃي، جيڪو سيشن (اجلاس) منعقد ڪري. هندستان جو وائسراءِ لارڊ ايلنبرو، جيڪو نيپيئر جو سرپرست ۽ مربي هو، تنهن اهو مناسب سمجهيو. جيڪو سيپٽمبر 1846ع ۾ چارج جي شروعات ۾ نہ رڳو فوجداري ڪيس هلائيندڙ آفيسرن جي رهنمائي ڪندو هو، پر پوءِ نظرثاني ڪورٽ طور بہ ڪم ڪرڻ لڳو. سنڌ تي قبضي ڪرڻ ڪانپوءِ هڪ سال جي اندر ئي نيپيئر فيصلو ڪيو تہ قتل ۽ ڌاڙن جهڙا سنگين ڏوهہ ملٽري ڪميشن جي حوالي ڪيا وڃن، جيتوڻيڪ جج ايڊووڪيٽ ان جي مخالفت ڪئي. هو حيران هو تہ سر چارلس نيپيئر ڪهڙي طرح سنڌ جو انتظام هلائي رهيو هو. بي انصافي هئي، جو بنا ڪنهن قانوني ڪوڊ ۽ قاعدن جي، سنڌين تي ڪيس هلائي، ڪين سخت سزائون ڏنيون پئي ويون. اهڙيءَ طرح هن تعجب جو اظهار ڪندي، هڪ خط ۾ لکيو تہ گھڻو ڪري انتظاميا جي سيني شعبن جو ساڳيو حال هو. آرمي هر معاملي ۾ ٽنگ اڙايو بيٺي هئي. نيپيئر ڪان جيترو پڇي سگھيو ٿي تہ هن سڀ ڪم پاڻ تي ڪيو ۽ ڪنهن ٻئي کي ڪو خاص ڪم سونپڻ ڪان لنوائيندو هو.

جج، ايڊووڪيٽ جنرل جي انهيءَ استدلال جي باري ۾ چيو تہ سول اٿارٽي قائم ٿيڻ ڪانپوءِ آرميءَ کي انتظاميہ جي خاص ڪري عدالتي معاملن ۾ دخل اندازي نہ ڪرڻ گهرجي. سر چارلس نيپيئر ڪيس رکو ۽ تکو جواب ڏنو تہ صوبي ۾ اڃا مارشل لا لاڳو آهي ۽ هو نہ ٿو چاهي تہ ملڪ جا معاملا سول اٿارٽيءَ جي ڪنٽرول ۾ هجن. هن واضح ڪيو تہ ڪيس ان سلسلي ۾ ڪنهن جج يا ملڪي عملدار جي ضرورت ڪانهي ۽ اهو ئي سبب هو، جو هن ڪليڪٽرن کي ڪمانڊنگ آفيسرن جي ماتحت رکيو هو.

**باضابطہ ٽربيونلن جو قيام:** 1849ع جي شروعات تائين اهو انتظام جاري رهيو. پوءِ باضابطہ ٽربيونل قائم ڪيا ويا ۽ 1867ع واري بمبئي ريگيوليشن نمبر 4 ۽ 22 تحت ڪيسن جو نبيرو ٿيڻ لڳو. سنڌ ملڪ ۾ فوجداري ڪورٽن جي صدارت ڪمشنر ۽ ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ۽ ڊپٽي ڪرڻ لڳا. بعد ۾ ڪاردارن کي بہ فوجداري اختيار ڏنا ويا. انهن آفيسرن کي مختلف سزائن ڏيڻ جا اختيار هئا، پر موت يا ڪاري پاڻيءَ جي سزا جي منظوري گورنمينٽ ڪان وٺڻي پوندي هئي. 1855ع ۾ ڪل وقتي جڊيشنل ڊپٽي مئجسٽريٽ مقرر ڪيا ويا، جيڪي رڳو عدالتي ڪم ڪندا هئا، ڇو تہ محسوس ڪيو ويو تہ ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽن کي پنهنجن انتظامي فرضن نڀائڻ سان گڏ عدالتي ڪم ڪرڻ ۾ ڏکيائي پئي ٿي. 'انڊين پينل ڪوڊ' (1860) ۽ 'ڪوڊ آف ڪرمنل پروسيجر' (1861) جي نفاذ سبب فوجداري عدل جو انتظام وڌيڪ تسلي بخش حالتن ۾ ٿيڻ لڳو. 1861ع ۾ ڪوڊ آف سول پروسيجر مجريہ 1859ع جو سنڌ سان بہ اطلاق ٿيو، جنهن موجب جڊيشنل ڊپٽي مئجسٽريٽن کي جج جي حيثيت ۾ بہ ڪم ڪرڻو پيو. 1864ع ۾ ڊپٽي مئجسٽريٽن ۽ ڪاردارن جو سول دائره اختيار ختم ڪيو ويو ۽ ضلعي جي هر هڪ روينيو سب ڊويزن ۾ ڪورٽون قائم ڪيو ويون، جن جي صدارت منصف ڪندا هئا.

**سنڌ لاءِ صدر ڪورٽ:** بمبئي ائڪٽ 12 مجريہ 1866ع هيٺ سنڌ ملڪ لاءِ صدر ڪورٽ قائم ڪئي وئي. سنڌ لاءِ سول ۽ ڪرمنل معاملن ۾ اپيل جي هيءَ وڏي ۾ وڏي ڪورٽ هئي. ان جي صدارت هڪ جج ڪندو هو، جنهن کي سنڌ جو 'جڊيشل ڪمشنر' چيو ويندو هو. 1906ع ۾ بمبئي ايڪٽ 12 مجر 1866ع ۾ سنڌ ڪورٽس اميندنگ ايڪٽ (بمبئي مجريہ 1906ع) جي ذريعي ترميم ڪئي وئي ۽ صدر ڪورٽ کي سنڌ جي جڊيشل ڪمشنر جي ڪورٽ بڻايو ويو، جنهن تي ٽي يا وڌيڪ جج هوندا هئا. سنڌ لاءِ ديواني ۽ فوجداري معاملن ۾ اپيل جي اعليٰ ڪورٽ هجڻ سان گڏوگڏ هيءَ ڪورٽ ڪراچي ۾ ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن ڪورٽ هوندي هئي. 21 آگسٽ 1926ع تي سنڌ ڪورٽس ايڪٽ (بمبئي 7 مجريہ 1926ع) پاس ٿي قانون بڻيو، جنهن موجب سنڌ ۾ 'چيف ڪورٽ' قائم ڪرڻ جي قانوني گنجائش پيدا ڪئي وئي.

**چيف ڪورٽ:** حڪومت هند ايڪٽ مجريہ 1935ع جي ٽئين حصي جي عمل ۾ اچڻ سبب، پهرين اپريل 1937ع تي سنڌ هڪ جدا صوبو بڻيو ۽ جڊيشل ڪمشنر جي ڪورٽ جا جج شاهي پرواني جي ذريعي هز ميجسٽيءَ مقرر ڪيا ويا، پر ڪورٽ جي اندروني جوڙجڪ بمبئيءَ ايڪٽ 12 مجريہ 1866ع جي مطابق هئي، جنهن قانون ۾ وقت بوقت ترميمون آنديون ويون ۽ سنڌ جي عليحده صوبي بڻجڻ سبب انهن ۾ اضافو ٿيو هو. ان ڪري ڪورٽ جي جوڙجڪ ۾ وڌيڪ توازن ۽ هم آهنگي آڻڻ جي ضرورت هئي، ان ڪري مناسب قانوني ڪارروائي ڪئي وئي ۽ 15 اپريل 1940ع تي سنڌ جي جڊيشل ڪمشنر جي ڪورٽ 'سنڌ چيف ڪورٽ' بڻجي وئي. ان ڪانپوءِ ڪي ٻيا قانوني قدم کنيا ويا تہ جيئن چيف ڪورٽ کي پنهنجي ماتحت سول ڪورٽن جي ڪارروائيءَ جي سلسلي ۾ سول پروسيجر ڪوڊ جي قلم 122 هيٺ ابتدائي (اوريجنل) اختيار حاصل ٿي سگھن.

سنڌ چيف ڪورٽ، بمبئيءَ، ڪلڪتي ۽ مدارس جي سپريم ڪورٽ ۽ بمبئي هاءِ ڪورٽ، جيڪي 1861ع ۾ قائم ٿيون هيون، سنڌ انهن جي دائره اختيار کان ٻاهر هئي.

سنڌ جو عدالتي سرشتو

## ورهاڱي ڪانپوءِ جو عدالتي سرشتو:

1947ع ۾ سنڌ ڪورٽس ايڪٽ 1962ع کي سنڌ ڪورٽس (سپليمينٽري) اميندمينٽ ايڪٽ مجريه 1947ع ذريعي تبديل ڪيو ويو ۽ ڪنهن ائڪٽ تحت چيف ڪورٽ جيڪي هاءِ ڪورٽ جا اختيار استعمال ڪيا هئا، تن کي قانوني حيثيت ڏني. 3 آڪٽوبر 1955ع تي پاڪستان جي دستور ساز اسيمبليءَ قيام اولهه پاڪستان ايڪٽ مجريه 1955ع پاس ڪيو، جنهن موجب سنڌ سميت ٻين انتظامي يونٽن کي ملائي اولهه پاڪستان بنايو ويو. ساڳئي سال پاڪستان جي گورنر جنرل طرفان هاءِ ڪورٽ (اسٽيبلشمينٽ) آرڊر مجريه 1955ع جاري ڪري، سنڌ چيف ڪورٽ، جي بدلي مغربي پاڪستان هاءِ ڪورٽ قائم ڪئي، جنهن جون لاهور، پشاور ۽ ڪراچيءَ ۾ بينچون قائم ٿيون. سنڌ لاز (ائڊاپٽيشن، رويزنس، اپيل ۽ ڊڪليريشن آرڊيننس مجريه 1955ع، آرڊيننس 5 مجريه 1955ع) جي ذريعي پهريائين ڪراچي بينچ جو اصلي اختيار (اوريجنل جو رسڊڪشن) ختم ڪيو ويو، پر ڪراچيءَ ۾ ڪورٽون قائم ڪرڻ لاءِ پاڪستان جي صدر طرفان جاري ڪيل ڪراچي ڪورٽس 1956ع جي قدم 4 (2) هيٺ اهو اختيار بحال ڪيو ويو. انهيءَ آرڊر جي ذريعي ڪراچي بينچ کي فقط ڪراچيءَ جي اهڙن ڪيسن هلائڻ جي سلسلي ۾ اوريجنل اختيار ڏنو ويو، جن جي رقم پنجويهه هزار روپين کان مٿي هجي. هن آرڊر جي هيئت يا نوعيت سنڌ سول ڪورٽس ايڪٽ مجريه 1926ع کان مختلف نه هئي. مغربي پاڪستان صوبي قائم ٿيڻ ڪانپوءِ سنڌ ۾ زبردست ڪورٽن سان سنڌ ڪورٽس ايڪٽ مجريه 1962ع لاڳو رهيو، جنهن سبب 1962ع ۾ ويسٽ پاڪستان سول ڪورٽس آرڊيننس مجريه 1962ع جاري ڪري سڄي صوبي جي سول ڪورٽن جي قاعدن قانون ۾ يڪسانيت پيدا ڪئي وئي. انهيءَ آرڊيننس جي ذريعي سنڌ ڪورٽس ايڪٽ مجريه 1962ع ۽ ڪراچي ڪورٽس آرڊر مجريه 1956ع (قلم 214) ڪانسواءِ رد ڪيا ويا.

پهرين جولاءِ 1970ع کان اولهه پاڪستان صوبي ختم ٿيڻ سبب سنڌ صوبو ٻيهر وجود ۾ آيو ۽ بلوچستان کي به صوبائي حيثيت حاصل ٿي. عدالتي نظام جي حوالي سان سنڌ ۽ بلوچستان جي گڏيل هاءِ ڪورٽ قائم ڪئي وئي، جنهن جو مرڪزي مقام ڪراچيءَ ۾ هو. پاڪستان جي صدر هڪ آرڊر ذريعي 1986ع کان بلوچستان ۽ سنڌ صوبن لاءِ جدا جدا هاءِ ڪورٽون قائم ڪيون. اهڙيءَ طرح 1973ع جي آئين جي مطابق هر هڪ صوبي ۾ هڪ هاءِ ڪورٽ آهي. سنڌ هاءِ ڪورٽ جي شاندار ۽ تاريخي عمارت جي تعمير 1923ع ۾ شروع ٿي ۽ ان تي 39,75,248 روپيا خرچ جو تخمينو هو، پر 22 نومبر 1929ع تي جڏهن اها عمارت جڙي راس ٿي ته ان تي ڪُل خرچ 30,35,000 روپيا آيو. سنڌ اسيمبليءَ جو پهريون اجلاس 27 اپريل 1937ع تي هن عمارت جي ڏاکڻي حصي ۾ ڪوٺايو ويو هو جيئن ته اسيمبليءَ جي عمارت جو 4 مارچ 1942ع تي افتتاح ٿيو هو. سنڌ صوبي ۾ اهم ڪيس هليا، جن ۾ برصغير جي وڏن وڏن وڪيلن حصو ورتو.

## پاڪستان جو عدالتي سرشتو:

پاڪستان ۾ عدالتي سرشتو مختلف سطح جو آهي ۽ انهن کي قانوني بالادستي ۽ قانوني انصاف جو نظام ۽ اختيار مختلف حاصل ٿيل آهن. انهن ۾ ڪجهه وفاقي ڪورٽون آهن ۽ ڪجهه وري صوبائي سطح تي آهن:

**(1) سپريم ڪورٽ آف پاڪستان** (Supreme Court of Pakistan): سپريم ڪورٽ آف پاڪستان، پاڪستان جي سڀ کان وڏي ڪورٽ آهي، جنهن کي 'عدالت اعظميٰ' به چوندا آهن. هن جو منصب چيف جسٽس آهي. آئيني طور تي هن ڪورٽ کي اختيار حاصل هوندا آهن. 17 ججن کي پڪو ڪندي آهي. انهن ججن کي پڪيون سيٽون اسلام آباد ۾ ڏيندي آهي. هن ڪورٽ جون ٻڌڻيون (Hearings) رجسٽر ٿيل برانچن ۾ صوبي جي گاديءَ واري هنڌ تي ٿينديون آهن، جنهن ۾ لاهور، پشاور، ڪوئيٽا ۽ ڪراچيءَ شامل آهن.

**(2) فيڊرل شريعت ڪورٽ آف پاڪستان** (Federal Shariat Court of Pakistan): وفاقي شريعت ڪورٽ، صدارتي حڪم تي 1980ع ۾ قائم ٿي. هن وفاقي شريعتي ڪورٽ جو مقصد ملڪي قانون جي جاچ پڙتال ڪرڻ آهي ته اهو اسلامي قدرن مطابق آهي يا نه؟ هيءَ ڪورٽ 8 مسلمان ججن تي مشتمل هوندي آهي، جنهن ۾ چيف جسٽس به شامل هوندو آهي. انهن ججن کي پاڪستان جو صدر مقرر ڪندو آهي، جيڪي سپريم ڪورٽ ۽ هاءِ ڪورٽ جا رٽائر (Retired) يا وري انهن قابل ججن مان هوندا آهن، جيڪي هاءِ ڪورٽ جا قابليت رکندڙ جج هوندا آهن. هيءَ ڪورٽ قرآن شريف ۽ سُنت رسول صلي الله عليہ وسلم جي بنياد تي هوندي آهي. انهن ججن ۾ اسلامي اسڪالر/ علماءَ هوندا آهن، جيڪي اسلامي قانون کي چڱيءَ طرح سان ڄاڻندا آهن.

**(3) هاءِ ڪورٽ آف پاڪستان** (High Court of Pakistan): هاءِ ڪورٽ آف پاڪستان قانون جي درخواستن جي شنوائي ۽ فيصلي جو اختيار رکندڙ اپيلون ٻڌندڙ عدالت آهي. هن ۾ مسلم اصول ۽ پاڪستان جي 1973ع جي آرٽيڪل 199 تحت اختيار آهن. هن ڪورٽ ۾ سول (Civil) ۽ ڏوهاري (Criminal) مقدما هلندا آهن. هر صوبي ۾ هڪ هاءِ ڪورٽ هوندي آهي ۽ هڪ هاءِ ڪورٽ وفاقي گاديءَ واري جاءِ اسلام آباد ۾ آهي. هن ڪورٽ جي صدارت جسٽس ڪندو آهي. ان کان سواءِ پڪا جج به هوندا آهن ته 3 مهينن لاءِ عارضي جج به هوندا آهن.

**(4) سيشن ڪورٽ ۽ ڊسٽرڪٽ ڪورٽ** (Session and District Court): هر صوبي جي هر ضلعي ۾ سيشن ۽ ڊسٽرڪٽ ڪورٽ هوندي آهي. هن ڪورٽ کي سول (Civil) ۽ ڏوهاري (Criminal) مقدمن جي انصاف جو

اختيار حاصل آهي. هن ڪورٽ جي صدارت ايڊيشنل ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن جج ڪندا آهن. ڪين ضلعي ۾ مقرر انتظامي عملدارن، ڪاروبار ۽ ادارن ۾ انتظام هلائيندڙ فردن جي ڪمن ۾ جاچ جا اختيار هوندا آهن. سڄو ضلعو انهن جي ماتحت هوندو آهي. قانوني طور تي ايڊيشنل ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن جج ڪي برابر عدالتي اختيار هوندا آهن. هن ڪورٽ ۾ سول مقدمہ ۽ ڏوهارين جي ٻڌڻي ٿيندي آهي. ڏوهارين جي ٻڌڻين جي ڪري هن کي 'سيشن ڪورٽ' چوندا آهن. ان ڪانسواءِ قتل (Murder)، بدڪاريءَ (Rape) جا ڪيس بہ هلندا آهن. ڪورٽ کي ڏرين جي وچ ۾ جهيڙي جي فيصلي لاءِ ڪارروائيءَ واري عدالت بہ چيو ويندو آهي.

**سول ڪورٽ (Civil Judge Cum Judicial Magistrates Court):** سول ڪورٽ/ جوڊيشل مئجسٽريٽ ڪورٽ هر شهر ۾ هوندي آهي. هن ڪورٽ جي صدارت سول جج ڪندو آهي. جنهن وٽ سيڪشن 30 (Section 30) ڏوهارين (Criminal Procedure Code) جي تحت ٻڌڻيون ٻڌيون وينديون آهن. ان ۾ قتل، ڌاڙو (Dacoit)، ڦر (Robbery)، زوري ۽ بي واجبي (Extortion) وغيره جا ڪيس هلندا آهن. هر جوڊيشل مئجسٽريٽ ڪورٽ جي مخصوص حصي ۾ هڪ يا وري اُن کان وڌيڪ پوليس ٿاڻا پڻ هوندا آهن. انهن ڪانسواءِ ٻيا ڪيترائي بورڊ ۽ ڪورٽون بہ آهن. انهن ۾ ڪنهن خاص معاملي جي جانچ ڪئي ويندي آهي، جهڙوڪ:

(1) **فيملي ڪورٽ (Family Court):** هن ڪورٽ ۾ گهريلو ڪيس هلندا آهن.

(2) **جوونائل ڪورٽ (Juvenile Court):** هيءَ عدالت ٻارن جي لاءِ هوندي آهي، انهيءَ ۾ ننڍي عمر جي ٻارن جا ڪيس هلندا آهن.

(3) **اينٽي ٽيررسٽ ڪورٽ (Anti Terrorist Court):** هن ڪورٽ ۾ دهشتگرديءَ خلاف ڪيس هلندا آهن.

(4) **اينٽي ڪرپشن ڪورٽ (Anti Corruption Court):** هن ڪورٽ ۾ ٺڳي، رشوت، بي ايماني، ڦيرڦار وغيره جا ڪيس هلندا آهن.

(5) **اينٽي نارڪوٽڪس ڪورٽ (Anti Narcotics Court):** هن ڪورٽ ۾ نشي آور شين جا ڪيس هلندا آهن.

(6) **ليبر رليشن ڪورٽ (Labour Relation Court):** هن ڪورٽ ۾ مزدورن، پورهيتن جا ڪيس هلندا آهن.

(7) **اسپيشل مئجسٽريٽ ڪورٽ (Special Magistrate Court):** هن ڪورٽ ۾ اهم ڪيس جون ٻڌڻيون ٿينديون آهن.

(8) **ڪنسيومر ڪورٽ (Consumer Court):** هن ڪورٽ ۾ اگهن جا ڪيس هلندا آهن.

(9) **ڊرگ ڪورٽ (Drug Court):** هن ڪورٽ ۾ نشيدار شين متعلق ڪيس هلندا آهن.

(10) **انڪم ٽيڪس ٽريبيونلز (Income Tax Tribunals):** هن عدالت ۾ ٽيڪس جي معاملن تي ٻڌڻيون ٿينديون آهن.

(11) **سروسز ٽريبيونلز (Services Tribunals):** هن عدالت ۾ سرڪاري ملازمن جي سروس متعلق ڪيس هلندا آهن.

(12) **بئنڪنگ ڪورٽ (Banking Court):** هن عدالت ۾ بئنڪاريءَ متعلق ڪيس هلندا آهن.

(13) **فوجي عدالتون (Military Courts):** هي ڪورٽون فوج جي نگرانيءَ ۾ غداري، بغاوت ۽ دهشتگرديءَ جي ڪيسن لاءِ قائم آهن.

تازو 2015ع ۾، قومي ايڪشن پلان تحت دهشتگرديءَ جي خاتمي لاءِ ملڪ ۾ فوجي عدالتون قائم ڪيون ويون آهن. ان ڏس ۾ فيبروري 2015ع ۾ سنڌ ۾ بہ فوجي عدالتون قائم ٿيون آهن. انهن ۾ ملٽري ڪورٽن جا سربراهہ ليفٽيننٽ ڪرنل جي عهدي جا آهن.

**پاڪستان پينل ڪوڊ (Pakistan Panel Code):** هي ڪوڊ اصل ۾ لارڊ ميڪولي (Lord Macaulay) 1860ع ۾ برٽش انڊيا حڪومت لاءِ تيار ڪيو. هن ڪوڊ جو نالو (Indian Panel Code) رکيو ويو.

جڏهن 1947ع ۾ پاڪستان آزاد ٿيو، تڏهن ورهاست ٿيڻ ڪانپوءِ قانون سازي ڪري، هن ڪوڊ کي اسلامي ۽ انگريزي قانون تحت قانون ساز اداري (Senate of Pakistan) معمولي اصلاح ڪري پاڪستان پينل ڪوڊ (Pakistan Penal Code) جي نالي سان تيار ڪيو. تعزيراتي پاڪستان تحت اُن (PPC) ۾ 511 ڪوڊ ڏنا ويا. جيڪي عام عدالتن ۾ ڪيس هلن ٿا اُهي هي آهن:

(1) ڏوهہ ۾ سهڪار ڪرڻ وارو (109 Abetment)

(2) وڳوڙ فساد ڪرڻ، جنهن ۾ موتمار حالت ٿي وڃي.

(Punishment for Rioting 147/148 and armed with Deadly Weapon)

(3) بي حيائيءَ وارا فعل (294 Obscene Acts)

(4) ظالماڻو ناحقي، قيدي، باندي (345 Wrong full Confinement)

(5) جسماني يا بازباني حملو (352 Punishment for Assail)

(6) اغوا (365 Kidnapping)

(7) زيادتي/ زوريءَ زنا (376 Rape)

(8) چوري (379 Theft)

(9) زوري وصول ڪرڻ، بي واجبي (384 Extortion)

(10) ڦُر (392 Robbery)

(11) غير قانوني قبضو ڪرڻ (452 House Trespass)

(12) جاڻي واڻي، ارادي سان بيعزتي ڪرڻ (504 Intentional Insult)

# سنڌ ۾ ريلوي نظام

(انگريز دور کان وٺي پاڪستان تائين)

گڏيل هندستان ۾ انگريزن، ريلوي لائين وڇائڻ جي شروعات سنڌ جي راڄڌاني **ڪراچيءَ** کان 1856ع ڌاري ڪئي. ريلوي جي لائين وڇائڻ واري اسڪيم جو افتتاح سنڌ جي ان وقت جي ڪمشنر **بارٽل فريئر** ڪراچي ڪينٽ واري هنڌ تان ڪيو، جتي اڄ ڪينٽ ريلوي اسٽيشن آهي. پهرين ريلوي لائين 'فريئر اسٽريٽ اسٽيشن' (هاڻوڪي ڪينٽ اسٽيشن) ڪراچيءَ کان ڪياماڙي گوديءَ تائين وڇائي وئي. ريلوي نظام کي برپا ڪرڻ پويان خاص طور انگريزن جو مقصد ڪچي مال جي بمبئيءَ توڙي ٻين مڙني شهرن ڏانهن آسان رسد فراهم ڪرڻ هو. اها ريلوي لائين وڇائجي پوري ٿي ته فريئر جي بدلي ٿي وئي ۽ هو ساڳئي ريلوي لائين ذريعي ڪراچيءَ کان ڪياماڙيءَ تائين ريل ۾ چڙهي، پوءِ جهاز رستي بمبئيءَ روانو ٿي ويو. پهرين ريلوي پٽڙيءَ جو انجنيئر **جان برٽن** هو. 1859ع ڌاري فريئر سنڌ ڇڏي. ان کانپوءِ ساڳئي سال گِزري بندر تائين لائين وڇائڻ جو ڪم به مڪمل ٿيو. ان وقت ريلوي لائين وڇائڻ جو ڪم سنڌ ريلوي ڪمپنيءَ **'انڊس ويلي اسٽيٽ ريلوي'** سرانجام ڏنو. هيءَ ڪمپني 1855ع ڌاري لنڊن ۾ قائم ڪئي وئي هئي. 1858ع ڌاري ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين 110 ڪلوميٽر ڊگهي ريلوي لائين وڇائڻ لاءِ سروي جو ڪم شروع ٿيو ۽ 1859ع ڌاري **ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ** ۽ **سنڌ ريلوي ڪمپنيءَ** وچ ۾ معاهدي هيٺ 13 مئي 1861ع ڌاري ان جو ڪم مڪمل ٿيو. ان لائين وڇائجڻ کان اڳ ريلوي تي فقط مال گاڏيون هلايون ويندڙيون هيون، جڏهن ته انهيءَ لائين وڇائڻ کانپوءِ ماڻهن جي سفر لاءِ به ريلوي جو نظام متعارف ڪرايو ويو. ڪراچيءَ ۾ ڊرگ روڊ، ملير هالٽ، ملير ۽ لانڍي وغيره، ريلوي اسٽيشنون قائم ڪيون ويون. 1885ع ۾ **انڊس فلوٽيلا ڪمپني، پنجاب ريلوي، دهلي ريلوي** ۽ **سنڌ ريلوي ڪمپنيون**، اسٽيٽ سيڪريٽري آف انڊيا خريد ڪيون ۽ 1886ع ۾ نارٿ ويسٽرن اسٽيٽ ريلويز جو بنياد رکيو. 16 جون 1889ع تي ڪياماڙي ۽ ڪوٽڙي تائين ريل جي ٻي پٽڙي وڇائي لائين کي ٻٽو ڪيو ويو، جنهن تان هڪ ئي وقت ايندڙ ويندڙ ريلون هلي پئي سگهيون. ان کان اڳ 18 سيپٽمبر 1879ع تي وائسراءِ ڪائونسل جي حڪم تحت ڪوٽڙيءَ کان رُڪ (شڪارپور) ۽ رُڪ کان بمبئيءَ تائين ٻي ريلوي لائين وڇائڻ جو منصوبو طئي ٿيو. ڇئن مهينن جي مختصر عرصي ۾ رُڪ کان بمبئيءَ تائين پٽڙي وڇائي وئي، جنهن کي جنوري 1880ع تي آمدرفت لاءِ کوليو ويو. نيٺ ان منصوبي کي 320 ڪلوميٽرن جي ڪوئٽا تائين وڇايل پٽڙيءَ جي صورت ۾ مڪمل ڪري پهرين ڊگهي ريلوي لائين سامان توڙي مسافريءَ لاءِ استعمال ٿيڻ شروع ڪئي وئي. 1898ع ۾ ڪراچيءَ کان پشاور تائين ريلوي لائين جو منصوبو جوڙيو ويو، جنهن دوران سنڌ ۾ مين لائين وڇائي وئي، ان مان لوپ لائينون ڪڍي ننڍن توڙي وڏن شهرن کي ريلوي نظام تحت هڪ ٻئي سان ڳنڍيو ويو.

ڪراچيءَ کان ڪوٽڙي، ڪوٽڙيءَ کان نوابشاهه، پڊعيدن، محرابپور، خيرپور، روهڙيءَ کان، پنوعاقل- گهوٽڪيءَ رستي اڳتي پنجاب ويندڙ مين ريلوي ٽريڪ ٺاهيو ويو، جڏهن ته ڪوٽڙيءَ کان ڄامشورو- سيوهڻ- دادو-موهن جو دڙو- لاڙڪاڻو- سکر- شڪارپور- جيڪب آباد ۽ اڳتي ڪوئٽا تائين ريلوي جي لائين وڇائي وئي. حيدرآباد کان هڪ ريلوي ٽريڪ ٽنڊوڄام، ميرپورخاص کان اڳتي کوکراپار- راجستان ڏانهن ۽ ٻيو هوسڙي، ٽنڊي محمد خان، ماتلي، بدين تائين وڇايو ويو. اهڙيءَ ريت ڊگهڙي، ٽنڊي جان محمد، جهڏي ۽ نئون ڪوٽ تائين پڻ ريلوي پٽڙي وڇائي وئي، جيڪا هاڻي ناڪاره ٿي، ختم ٿي وئي آهي.

پڊعيدن وٽان هڪ لوپ لائين ڪلهوڙا اسٽيشن، نوشهري فيروز، مٺياڻي، مڇر، دربيلي ڪنڊياري، هالاڻي- ڀلاڻي- محرابپور سان وڃي ڳنڍبي هئي، جيڪا هاڻي ختم آهي، جڏهن ته هڪ لائين روهڙيءَ مان سکر ۽ پوءِ سنگل لائين شڪارپور کان ٿيندي جيڪب آباد ڏانهن وڃي ٿي. جڏهن ته مکيه لائين پنوعاقل- گهوٽڪي- ريتيءَ کان پنجاب ۾ داخل ٿئي ٿي. سنڌ ۾ ريلوي جي مکيه توڙي لوپ لائينن جو سرشتو انگريزن جي وقت ۾ هر هڪ ننڍي توڙي وڏي شهر کي هڪٻئي سان ڳنڍيندو هو. پاڪستان ٺهڻ بعد ريلوي جو نظام هڪ ڏهاڪي تائين خيرخوبيءَ سان هليو، پر اڳتي هلي سنڌ ۾ مکيه لائين کي ڇڏي باقي اڪثر لوپ لائينون اکڙجي ويون ۽ ننڍيون ريلون (فيڊر) بند ٿي ويون. 1964ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ 'ڪراچي سرڪلر ريلوي' جو منصوبو جوڙيو ويو. جنهن کي ٻن مرحلن ۾ مڪمل ڪيو ويو. پهرين مرحلي ۾ ڊرگ روڊ کي لياريءَ سان ۽ ٻئي مرحلي ۾ لياريءَ کي ڪراچي سٽيءَ سان ملايو ويو. هيءُ منصوبو 1969ع ۾ پورو ٿيو. مکيه توڙي لوپ لائينن جي هر ٻارهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ننڍن توڙي وڏن شهرن ۾ اسٽيشنون، پليٽفارم ۽ ٽڪيٽ گهر قائم ڪيا ويا. جن سان مسافرن توڙي جانورن ۽ ٻئي سامان جي نيڻ ۽ آڻڻ جون سهولتون پيدا ٿيون.

'راجا جي ريل' نالي سان مشهور ريل گاڏي پاڪ هند جي وچ ۾ ڇڪتاڻ سبب 5 سيپٽمبر 1965ع کان بند ڪئي وئي. جيڪا 40 سالن کانپوءِ هڪ دفعو وري 18 فيبروري 2006ع تي 'ٿر ايڪسپريس' نالي سان شروع ڪئي وئي. اها ريل ڪراچيءَ کان 338 مسافر کڻي ڀارت رواني ٿي. ٺاهه موجب پهريان ڇهه مهينا ٽرين پاڪستان مان ۽ پوءِ ڇهه مهينا ڀارت مان هلندي. ڪراچيءَ کان کوکراپار آخري ريلوي اسٽيشن آهي ۽ ڀارت ۾ مونابائو آخري اسٽيشن آهي. اهڙيءَ طرح حيدرآباد، ميرپورخاص، شادي پلي، پٿورو، ڍورو نارو، ڇور وغيره ٿر ايڪسپريس جون اسٽيشنون آهن.

سنڌ ۾ ريلوي کي ٻن ڊويزنن ۾ ورهايو ويو آهي، جن ۾ هڪ سکر ۽ ٻي ڪراچي ڊويزن اچي وڃن ٿيون. انهن جو انتظام ڊويزنل سپرنٽينڊنٽ جي هٿ وس آهي. سنڌ ۾ هيٺيون جنڪشن ريلوي اسٽيشنون به آهن، جتان ٻين هنڌن لاءِ ريلوي ٽريڪ نڪرن ٿا: ڪراچي، حيدرآباد، ٽنڊو آدم، پڊعيدن، روهڙي، ڪوٽڙي وغيره. (وڌيڪ ڏسو: 'پاڪستان ريلوي'، جلد ٽيون)

# سنڌ جا پرڏيهي تذڪره نگار

(قديم دور کان موجوده دور تائين)

سنڌ بابت تاريخي ماخذن کان سواءِ ڪيترائي ٻيا احوال اهڙا موجود آهن، جن سان آڳاٽي دورن ۾ ان جي تاريخ، ثقافت، ٻوليءَ، ادب ۽ سياسي، سماجي حالتن جي روشني پوي ٿي. انهن جو مختصر احوال هتي الف ب وار پيش ڪجي ٿو:

**آرٿر ڪانولي (Arthur Conolly):** سنڌ جي هن تذڪره نگار، لنڊن ۾، 2 جولاءِ 1807ع تي جنم ورتو ۽ بخارا ۾ 1842ع ۾ وفات ڪيائين. هن روسي سلطنت ۽ برطانوي سلطنت ۾ ڇڪتاڻ جي حوالي سان هڪ اصطلاح گهڙيو هو 'The Great game'، ته جيئن سينٽرل ايشيا تي انگريزن جو ڪنٽرول ٿي سگهي، پر نتيجي ۾ اهو سندس لاءِ موت ڪٽي آيو. 1838ع ۾ لنڊن مان جيڪو سندس ڪتاب ڇپيو، اُن جو نالو آهي: Journey to the North of India, Russia, Persia and Afghanistan، جنهن ۾ هن هند سنڌ جو احوال ڏنو آهي.

شروع ۾ هي 6 بنگال رجمينٽ ۾ ملازم هو، پر پوءِ بيماريءَ سبب واپس هليو ويو. ٻيهر هندستان اچڻ لاءِ هن سال ڏيڍ ڪانپوءِ خشڪيءَ وارو رستو ورتو. روس، فارس جي رستي، خراسان ۽ افغانستان مان ٿيندو سنڌ آيو. هن پنهنجو روپ ۽ نالو مٽائي 'خان علي' (ڪانوليءَ سان ملندڙ جلندڙ) رکيو. ڪن هنڌن هن جو نالو مرزا صادق به ڄاڻايل آهي. هتي هو گهوڙن جي واپاريءَ جي صورت ۾ آيو. ڇاڪاڻ ته ميرَ پلا گهوڙا خريد ڪرڻ جا شوقين هئا. ائين آرٿر ڪانوليءَ سنڌ بابت معلومات گڏ ڪري انگريزن کي پهچائي. ميرن جي دور ۾ شڪارپور جي زوال بابت لکي ٿو ته، "پنج سال اڳ شڪارپور تي ٽالپرن جي قبضي ڪانپوءِ ان جي واپاري اهميت کي ڌڪ لڳو آهي. جڏهن شڪارپور افغانستان جي قبضي هيٺ هو، تڏهن شهر جو وصول ٿيندڙ محصول ساليانو 8 لک روپيا هو. ڪسٽم ۾ هڪ لک روپيا ملندا هئا. هاڻي ٽالپرن جي دور ۾ محصول گهٽجي، 3 لک روپين تي ۽ ڪسٽم اڌ لک روپين تي پهتو آهي." شڪارپور جي هندو سيٺين کي تمام شاهوڪار، ڏاڙهيءَ بنا خوشحال آمريڪين جهڙو سڏيو اٿس. جيڪي مهذب ۽ ڳالهائڻ ۽ ٻوليءَ جي معاملي ۾ هوشيار هئا. هن لکيو آهي ته "شڪارپور جا رهواسي خوش پوشاڪ ۽ مهذب آهن."

سنڌ جي زمينن کي زرخيز ۽ ڪيترن قيمتي فصلن جهڙوڪ: ڪمند، وونڻ، ڪٽڪ، جوَ، جوئر، ٻاجهريءَ جي پوک لاءِ بهترين سڏيو اٿس. حڪمرانن لاءِ لکي ٿو ته، "اهي فقط پنهنجي لاءِ جيئن ٿا ۽ ماڻهن جي فلاح ۽ بهبود ۽ ملڪ جي ترقيءَ جو ڪين ڪو به اونو ڪونهي. زرخيز زمين غيرآباد پئي آهي. درياهه جي ٻنهي ڪپن جي قيمتي زمينن کي شڪارگاهن جي صورت ۾ قائم رکيو ويو آهي، جيئن حڪمران شڪار ڪن." هن سنڌو درياهه جي انگريزن لاءِ اهميت تي به گهڻو ڪجهه لکيو، جنهن جي ذريعي واپار سان گهڻو فائدو ٽيڻ جو امڪان ڏيکاريائين. 1842ع ۾ برطانوي حڪومت جي سينٽرل ايشيا بابت غلط پاليسيءَ سبب افغانستان ۾ مداخلت جي ڪري ۽ 'گريٽ گيم' ذريعي سينٽرل ايشيا تي برتري حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيل حرڪتن جي ڪري ان وقت بخارا ۾ انگريزن جي ايلچيءَ طور ويل آرٿر ڪانوليءَ جو سنڌس هڪ ساٿيءَ چارلس اسٽوڊارٽ سان گڏ سر ڌڙ کان ڌار ڪيو ويو.

**ابراهيم الفزاري، ابو اسحاق ابراهيم ابن حبيب ابن سليمان ابن سمورا ابن جُندب الفزاري:** هي فارس (ايران) جو مشهور ماهر فلڪيات ۽ رياضيدان هو جيڪو 777ع يعني 8 صديءَ ۾ ٿي گذريو آهي. هيءُ هارون الرشيد جي دور ۾ عباسي دربار جو علم نجوم جو ماهر هو. خليفي هن کي ۽ سندس پٽ محمد ابن ابراهيم الفزاريءَ کي حڪم ڪيو هو ته اهي سنڌ مان آندل ڪتاب 'سنڌ هند' (Sindhind، جنهن کي ڪن عالمن غلط صورتخطيءَ سان 'سنڌ اند' به لکيو آهي) کي يعقوب ابن طارق سان گڏجي ترجمو ڪن. جيڪو بغداد ۾ 750ع ۾ مرتب ڪيو ويو هو. هي اهو ئي ڪتاب هو جنهن جي ذريعي 'هندو انگ' يا 'هندسه' هتان کان ايران ۽ پوءِ عرب دنيا پهتا. هن ڪتاب جو پورو نالو آهي: 'زيج محلول في السند هند لدرجة درجة' معنيٰ (Astronomical tables in the Sindhind resolve for each degree). ان کي Indian Planetar Theory يا گرهن جو سنڌي هندي نظريو به چون. هي ڪتاب اصل ۾ 770ع ۾ هڪ سنڌي عالم ڪنڪه (Kankah) نالي لکيو هو (سنڌ جي ٿر واري پاڳي ۾ ڪَنڪه/ ڪانڪه نالي وڻ ٿيندو آهي. سنڌ ۾ وڻن ۽ ٻوٽن جا نالا ماڻهن تي رکڻ جو رواج رهيو آهي. ان ڪري ممڪن آهي ته اهو نالو به ائين ڏنل هجي). جيڪو 'ماهر فلڪيات' (Astronomer) ۽ رياضيدان هو ۽ اهو خليفي المنصوره باالله الفاطميءَ جي دربار ۾ سنڌ کان پهتو هو. هن جو حوالو البيرونيءَ به پنهنجي 'ڪتاب الهند' ۾ ڏنو آهي. ساڳئي نالي 'زج السند هند' سان هڪ ڪتاب الخوارزميءَ (780- 850) جو به آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'هند ۽ سنڌ جون فلڪياتي جدولون' (Astronomical Tables of Hind and Sindh)، جن جي ذريعي قديم دور ۾ ڪئلينڊر ٺاهڻ جو علم به ايجاد ٿيو. هن ۾ سج ۽ چنڊ کان سواءِ مختلف گرهن يا سيارن جي گردش جا خاڪا پيش ڪيل آهن. اهڙيءَ ريت چئي سگهجي ٿو ته مختلف تذڪري نگارن جي احوال پڙهڻ سان سنڌ جا ٻيا به ڪيترائي حوالا ملي پون ٿا. ابراهيم الفزاريءَ جي وفات جو سال نه ملي سگهيو آهي.

**ابن بطوط، ابو عبدالله محمد بن عبدالله اللواتي الطنجي:** هي مشهور سياح، جيڪو 25 فبروري 1304ع ۾ ڄائو. سندس تعلق مراڪش جي بربر خاندان سان هو. هو هڪ ئي وقت اسلامي اسڪالر، قانوندان ۽ جاگرافيدان به هو. پر سياحت جي دنيا ۾ گهڻو مشهور ٿيو. سنڌ ۾ هو 734هه (1333ع) ۾ پهتو ۽ هتان جو احوال پنهنجي ڪتاب 'تحفة النظار في غرائبه الابصار' ۾ لکيائين، جنهن ۾ سنڌ جي شهرن، مشهور عالمن ۽ سنڌ جي رهڻي ڪهڻيءَ تي تفصيل سان لکيائين. هڪ هنڌ لکيو اٿس ته، "اسين سنڌو درياهه تي پهتاسين، جنهن کي 'پنج آب' سڏين ٿا. هي

درياهہ دنيا جي وڏين ندين ۾ شمار ٿيندو آهي. سنڌ جي ماڻهن جو هن درياهہ تي گذران آهي، هتان سلطان محمد شاهہ تغلق جي حڪومت جي حد شروع ٿئي ٿي. وقت جو امير سرتيز هو، جيڪو سيوستان شهر ۾ رهندو هو. سيوستان يا سيوهڻ هتان جو هڪ وڏو شهر آهي، هتي ٻهر ڪانسواءِ ڪو ٻيو وڻ نہ آهي. شهر جا ماڻهو جوئر جي ماني ڪائين ٿا. مڇي جام ٿئي ٿي، مينهن جو ڪير بہ جام آهي. هت گرمي ڏاڍي آهي، ماڻهو ڪپڙو پسائي گوڏ ٻڌندا آهن ۽ پونڙو پسائي ڪلهي تي رکندا آهن ... لاهري بندر سنڌ جو خوبصورت شهر سمنڊ جي ڪناري تي آهي، جتي سنڌو درياهہ چوڙ ڪري ٿو. هن شهر ۾ يمن ۽ فارس جا ڪيترائي واپاري رهن ٿا. شهر بہ نهايت مالدار آهي، شهر جو محصول سٺ لک دينار آهي." اهڙيءَ ريت ابن بطوطہ، بکر، جوڻ، ملتان ۽ ڪجهہ ٻين شهرن جو ذڪر بہ ڪيو آهي. هن هتي هڪ سڱي گينڊي کي ڏٺو. ابن بطوطہ خاص طور سنڌ جي تجارت ۽ ساموندي جهازن جو بہ ذڪر ڪيو آهي، جيڪي ۾ ماڙ، گهڻن ڪمرن وارا هئا. هتان جي ماڻهن جي کاڌي پيتي بابت بہ لکيو اٿس. ڪيس تمام اعليٰ قسم جو کاڌو پيش ڪيو ويو، جنهن ۾ ٻڪريءَ جو ڀڳل گوشت، تريل اڦراٽا، قيمي ڀريل سموسا، گيهہ وارا چانور ۽ ڪڪڙ جو گوشت شامل هئا. مٺان پيئڻ لاءِ سون، چانديءَ ۽ شيشي جي گلاسن ۾ مصري ۽ گلاب جو شربت پياريو ويو هو. 1354ع ۾ ابن بطوطہ واپس مراڪش ويو، جتي اهو سفرنامو لکيائين. ابن بطوطہ جو سفرنامو سنڌ جي ان دور جي هڪ تمام خوشحال ۽ سڪي ستابي ملڪ وارو نقشو چٽي ٿو. ابن بطوطہ 69-1368ع ۾ وفات ڪئي.

**ابن حوقل، ابو القاسم:** هيءُ ڏهين صديءَ جو مشهور عرب سياح ۽ جاگرافيدان هو. نصبس (Nisbis) ۾ 943ع ۾ ڄائو هو. جيڪو ترڪي ۽ شام جي سرحد تي هڪ شهر آهي. هن سياحت سان گڏ ڪيترن ملڪن جا نقشا بہ ٺاهيا. هن جو سنڌ جو نقشو پهريون نقشو آهي، جنهن ۾ هن هند ۽ سنڌ جي ڊيگهہ ۽ ويڪر ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪئي. هن هڪ ڪتاب 'صورت الارض' 977ع ۾ لکيو، جنهن ۾ سنڌونديءَ، سنڌ ۽ ان جي پروارن علائقن بابت ڌار ڌار باب لکيو اٿس، جنهن ۾ ان جي جاگرافي ۽ ثقافت جو احوال ڏنو اٿس. ماهرن جو خيال آهي تہ هن اهو نقشو الاستخري جي ذريعي حاصل ڪيو هو.

هن سنڌ، ٿبيٽ ۽ ڪشمير کي ڌار ڌار ملڪ سڏيو آهي. سنڌ جي سرزمين جي ڊيگهہ مڪران کان منصوره تائين ۽ سنڌ پرڳڻي کان قنوج تائين لکي اٿس. سندس اچڻ وقت سنڌ ٽن انتظامي حصن ۾ ورهايل هئي. مڪران، طوران ۽ منصوره. مڪران جي ماڻهن کي اڻ سڌريل لکي ٿو ۽ سموري دنيا ڏانهن ڪنڌ هتان وڃڻ جي ڳالهہ بہ ڪري ٿو.

سنڌ بابت لکي ٿو تہ "هن جو گاديءَ جو هنڌ منصوره آهي ۽ هن جا مشهور شهر ديبل، نيرون، ڪلري، بلري، مسوڙي، پرچ بانيہ، سيستان، اروڙ ۽ چندرور آهن. منصوره لاءِ هن لکيو آهي تہ ان کي هڪ چورس ميل ڊيگهہ ۽ ويڪر آهي، جنهن کي سنڌو نديءَ جي هڪ شاخ گهيرو ڪريو بيٺي آهي ... منصوره ۾ کجي گهڻي آهي. انب هڪ ميوو آهي، جيڪو ڪائڻ ۾ ڏاڍو مزيدار ٿئي ٿو هتي سڪار ۽ خوشحالي آهي، هتان جو سڪو قنڌاري آهي، پر دينار واپاري حلقن ۾ هلي ٿو هتان جا ماڻهو ڊگها وار رکائيندا آهن ۽ ڪنن ۾ والا پائيندا آهن." ديبل جي شهر لاءِ لکي ٿو تہ "ديبل سنڌو دريا جي اتر طرف سمنڊ جي ڪناري تي آباد آهي، جتي وڏي تجارتي منڊي آهي. هي شهر هن ملڪ جو بندرگاهہ آهي. اناج گهڻو ٿئي ٿو اروڙ سنڌ جي وڏن شهرن مان هڪ، جنهن کي چوڌاري ڪوٽ ڏنل آهي. سنڌو درياهہ جي ڪناري نهايت سرسبز شاداب واپاري منڊي آهي."

هُو لکي ٿو تہ هتان جي شهرن ۾ منصوره، ملتان ۽ انهن جي پسگردائيءَ ۾ عربي ۽ سنڌي ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. ابن حوقل جي ڪتاب مان سنڌ سان لاڳاپيل ڀاڱو ميجر اينڊرسن 'بڪ آف روڊس اينڊ ڪنگڊم' جي نالي سان ترجمو ڪيو هو. اندازي موجب ابن حوقل سن 979ع ۽ 988ع جي وچ ڌاري وفات ڪئي.

**ابو دلف، مسعد بن مهلهل ينبوعي:** هن عرب سياح، ڏهين صديءَ ۾ 942ع کان 987ع جي وچ واري حصي ۾ سنڌ آيو هو. هيءُ پهريون سياح آهي، جيڪو خشڪيءَ رستي سنڌ ۽ هند ۾ داخل ٿيو هو پهرين چين ويو، اتان کان ٿيندو ترڪستان، ڪابل، ٿبيٽ، ڪشمير کان ملتان ۽ سنڌ ۾ داخل ٿيو. سندس ڪتاب جا ڪجهہ حصا ابن نديم جي ڪتاب 'الفهرست' ۽ ياقوت حمويءَ جي ڪتاب 'معجم البلدان' وغيره ۾ بہ شامل آهن. هن پنهنجي سفرنامي ۾ ملتان جو گهڻو ذڪر ڪيو آهي. ملتان جي حاڪم يحييٰ بن محمد امديءَ لاءِ لکي ٿو تہ اهو منصوره ۽ سڄي سنڌ جو بہ حڪمران آهي ۽ سڄو انتظام سندس حوالي آهي. هو پنهنجي نالي جو خطبو بہ پڙهي ٿو ۽ شرعي حدون بہ جاري ڪري ٿو ۽ سنڌ جي سموري اپجي ڪاري جو مالڪ آهي." هن هند ۽ سنڌ جي زراعت ۽ صنعت جو بہ گڏيل ذڪر ڪيو آهي. هتان جي ٿانون لاءِ لکي ٿو تہ "هتي مٽيءَ جا اهڙا خوشبودار ٿانوَ ٺهن ٿا، جيڪي اسان جي ملڪ ۾ چيني ڪري وڪامجن ٿا، پر اصل ۾ چيني نہ آهن، جو تہ چين جي مٽي هتان جي مٽيءَ کان سخت ٿئي ٿي ۽ باهہ ۾ گهڻي وقت تائين پچائي نہ ٿي سگهجي. هتان جي مٽيءَ جو رنگ ٿورو ميرو ٿئي ٿو ۽ چيني مٽيءَ جو رنگ اڇو ۽ ٻين رنگن وارو بہ ٿئي ٿو." هو هتان جي ساڳ جي کائي، بيد ۽ نيزي جي ڪاٺيءَ جو بہ ذڪر ڪري ٿو.

**الاستخري، ابو اسحاق ابراهيم بن محمد فارسي:** هن جو جنم استخر ۾ ٿيو جنهن کي عربي ماخذن ۾ 'اصطخر' لکيو ويجي ٿو. هي فارس جو رهاڪو ۽ جاگرافيدان سياح هو. جنهن 951ع ۾ سنڌ ۽ هند جو سفر ڪيو. مشهور سياح ۽ جاگرافيدان ابن حوقل سان سندس ملاقات جو ذڪر حوقل پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيو آهي. استخريءَ جي ڪتابن مان هڪ 'مسالڪ الممالڪ' ۾ سنڌ جو احوال آهي. هن دنيا جي نقشي ڪانسواءِ سنڌ جو نقشو بہ تيار ڪيو هو. سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن جو

ذڪر ڪري ٿو جن ۾ منصوره، ديبل، نيرون، ڪلري، انري، بلري، مسوهي، لهرج، بانيه، پنجاتري، سدوسان ۽ رور شامل آهن. رور (اروڙ) کي هو ملتان جيڏو شهر سڏي ٿو، جنهن ۾ هن ڪجهه فصل به ڏٺا. ديبل لاءِ هو لکي ٿو ته اهو سنڌو نديءَ جي اولهه ۾ سمنڊ جي ڪناري تي آهي، جيڪو وڏو واپاري مرڪز ۽ وڏو بندرگاهه پڻ آهي. ماڻهو گهڻو ڪري واپار ڪن ٿا. نيرون ڪوٽ، ديبل ۽ منصوره جي وچ ۾ آهي. هو لکي ٿو ته "منصوره سنڌ جو مرڪزي شهر آهي، جيڪو هڪ چورس ميل تي پکڙيل آهي، جنهن جيٰ چوڌاري هڪ نهر آهي. هتان جا رهاڪو مسلمان آهن. سندن امير قريشي آهي، جيڪو هبارين جي آڪهه مان آهي. هي علائقو ڏاڍو گرم آهي، هتي ڪارڪون ۽ ڪمند ٿئي ٿو. استخريءَ هتي ليمي ۽ انب جي باري ۾ به لکيو آهي. ان ڪانسواءِ هن ملتان جو به تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي، جيڪو اُن وقت سنڌ جوئي هڪ شهر هو. سنڌ جي ماڻهن جي باري ۾ لکي ٿو ته اهي هندستاني راجائن سان هڪجهڙائي رکن ٿا. سندن وار ڏگها آهن ۽ ڪڙتا پائين ٿا. هتي هڪ قوم 'ميد' نالي مشهور آهي.

استخريءَ مڪران جو به ذڪر ڪيو آهي، جتي بندرگاهه ڏنو اٿس. اهڙيءَ طرح استخريءَ سنڌ بابت چڱي معلومات مهيا ڪئي آهي. سندس تيار ڪيل نقشي جو عنوان ٿي آهي 'صورة ديار سند' جنهن ۾ 'بلاد السند' ۽ 'بلاد الهند' ۽ 'بلاد المڪران' جا لفظ نظر اچن ٿا ۽ 'منصوره' جو شهر گول اندر آهي. هن جي ڪتاب 'مسالڪ الممالڪ' ۾ سنڌ جو مڪمل سفري نقشو ڏنل آهي. هن نقشي ۾ الرور به پڙهڻ ۾ اچي ٿو. سنڌونديءَ ۽ مهراڻ جا وهڪرا 'سنڌ رود' ۽ 'رود مهراڻ' جي نالي سان نمايان طور نقشي جي وچ مان لنگهندي ڏيکاريل آهن. استخريءَ جو دنيا جو نقشو پڻ سنڌ ملڪ ڏيکاري ٿو. هن 957ع ڌاري وفات ڪئي.

**البيروني، ابوريحان محمد بن احمد:** هي مشهور سياح ۽ عالم، سن 3-972ع ڌاري خوارزم ۾ ڄائو هو، جنهن دور ۾ 1017ع ۾ محمود غزنويءَ خوارزم فتح ڪيو ته هي غزنيءَ هليو ويو، جتي گهڻو وقت رهيو. جتي درٻاري نجوميءَ جو درجو حاصل هئس. ان ڪانپوءِ هو هند ۽ سنڌ ۾ آيو ۽ ڪيترو وقت هتي رهي پيو. هتان جي علمن ۽ فنن جو اڀياس ڪيائين. 1030ع ۾ انهن بابت پنهنجو مشهور ڪتاب 'تاريخ الهند' لکيائين.

هو هڪ ئي وقت تاريخ، لسانيات، مذهب، فزڪس، رياضي، ايسٽرانامي، اينٿراپالاجي، جاگرافي ۽ فطري سائنس وارن علمن جو ماهر هو. هن کي عربي، فارسي، سنسڪرت ۽ خوارزمي ٻولين ۾ مهارت ڪانسواءِ يوناني، عبراني ۽ شامي ٻولين جي به ڄاڻ هئي. البيرونيءَ کي Father of Indology يعني 'هند شناسيءَ جو ابو' سڏيو ويندو آهي. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ پاڻ 103 ڪتابن کي 12 موضوعن ۾ ورهائي فهرست ٺاهي، جيڪي گهڻو ڪري سڀئي عربيءَ ۾ هئا. صرف هڪ ڪتاب فارسيءَ ۾ لکيائين، جنهن جو نالو آهي 'التفهيم'، جنهن ۾ هن حساب (رياضي)، جاميٽري، موسيقي ۽ ايسٽرانايءَ بابت لکيو آهي.

البيرونيءَ هند ۽ سنڌ ۾ 40 سال گذاريا ۽ هتان جي علمن کي عربن ۽ ايرانين تائين پهچايو ۽ اتان جا علم هتي آندائين. هن قديم سنڌ کي 'سپت سنڌو' وارو ملڪ سڏيو آهي، جنهن کي ستن حصن ۾ ورهايو اٿس. هن لکيو آهي ته 'سنڌ ۾ نيمروز' (سجستان) کان روانو ٿيڻو پوندو آهي، جڏهن ته هند لاءِ ڪابل کان هلڻو پوندو. جبلن ۾ جيڪي هند جي اولهه سرحد تي آهن، اتي رهندڙ قبيلا جهنگلي ۽ جهيڙاڪ آهن. انهلواڙ جي ڏکڻ طرف هلي لاڙ ديش پهچبو. بزاند کان ڏکڻ اولهه طرف 15 فرسخن تي الور آهي، سنڌونديءَ، سنڌ جي شهرن وٽان لنگهي ٿي." ٻئي طرف ديبل لاءِ لکي ٿو ته، "سنڌ جو قديم شهر ديبل اصل ۾ برهم جي پٽ ديوبل (ديو جي طاقت) جي نالي تي آهي . . . منصوره ۾ جيڪا زبان رائج هئي، ان کي 'سيندب' (سنڌي) چوندا آهن. هن سنڌين جي علميت بابت لکيو آهي ته "سنڌ جي عالمن جي خاص تصنيف 'سوڌانت/ سڌانت' آهي. هي ڪتاب 154 هه ۾ هڪ سنڌي عالم بغداد کڻي ويو هو، جيڪو علم هيئت ۽ علم رياضيءَ بابت هئڻ سبب خليفي جي درٻار ۾ هڪ رياضيدان ابراهيم فزاريءَ جي مدد سان عربيءَ ۾ ترجمو ڪرايو ويو. (هن ڪتاب جو اصل نالو 'سنڌ هند' سمجهيو ويو آهي، جنهن بابت فزاريءَ واري احوال ۾ تفصيل ڏنل آهي.) هي علم رياضيءَ جو بنيادي ڪتاب آهي، ان ڪري عربن جو چوڻ آهي ته هنن 9 تائين انگن لکڻ جو طريقو سنڌين کان سکيو. ان ڪري ئي مؤرخ هنن انگن کي 'حساب هندي' يا 'ارقام هنديه' سڏيندا آهن. انگن لاءِ لفظ 'هندسه' جو پسمنظر به اهوئي آهي.

ان کان سواءِ البيرونيءَ، سنڌي ٻوليءَ جي حوالي سان به گهڻو مواد ڏنو آهي، جن ۾ دوائن، جڙين ٻوٽين ۽ ٻين وڪرن جا سنڌي نالا عربي رسم الخط ۾ لکيا آهن. البيرونيءَ جا ڪتاب، سنڌ جي تاريخ، ثقافت، ٻوليءَ ۽ علمن جي حوالي سان سٺا حوالاجاتي ماخذ رهيا آهن. البيرونيءَ 1048ع ۾ غزنيءَ ۾ وفات ڪئي.

**المسعودي ابو الحسن علي بن حسين بن علي:** مشهور عرب سياح ۽ جاگرافيدان، جيڪو 896ع ۾ بغداد ۾ ڄائو. سندس نسب جو سلسلو اصحابي عبدالله بن مسعود سان ملي ٿو. هن جوانيءَ ۾ سياحت شروع ڪئي، ٻين ڪيترن ملڪن سان گڏوگڏ هند ۽ سنڌ جو سير به ڪيو. هو پهرين ملتان پهتو انهيءَ دور ۾ سنڌ جو حاڪم عمر بن عبدالعزيز هباري هو. پنهنجو سفر پورو ڪرڻ ڪانپوءِ هن هڪ ڪتاب 'مروج الذهب معادن الجواهر' نالي لکيو هو. ان ڪتاب جي مقدمي ۾ هن هند ۽ سنڌ جو ذڪر ڪيو آهي. هن ڪتاب جو ترجمو هڪ کان وڌيڪ ٻولين ۾ ٿيل آهي. المسعودي پهريون مسلمان تاريخدان آهي، جنهن جاگرافيائي حوالي سان تاريخ کي بيان ڪيو. هو تجارتي رستن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته، "خراسان کان چين تائين زميني رستو آهي، جيڪو هندستان کي خراسان سان ملائي ٿو ۽ سنڌ ۾ هڪ پاسي ملتان ۽ ٻئي پاسي منصوره آهي ۽ واپاري قافلا خراسان کان پهرين سنڌ ۽ پوءِ هند ڏانهن

وڃن ٿا.“ مسعوديءَ سنڌي سمنڊ جو به ذڪر ڪيو آهي، جنهن ۾ سمنڊ جي وير جي لهڻ ۽ چڙهڻ مان وقت جو تعين ڪري واپارين جهازن جي اچڻ وڃڻ جا مهينا مقرر ڪيا.

سنڌ جي واپاري وکر ۾ ناريل، بڪم جو ڪاٺ، بيد، سون، خوشبودار شيون ۽ مصالحا جهڙوڪ: ڪافور، عود، لونگ، جائفل، دالچيني وغيره عرب تاجر وٺي ويندا هئا. ان ڪانسواءِ ڪمند، ڪيلو، نارنگي، ليمو ۽ ٻيون شيون هتان ٽين صديءَ ۾ عرب ڏانهن ويون. مسعودي سنڌ حڪومت جي ٻن شهرن ملتان ۽ منصوره جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي. هن منصوره لاءِ لکيو آهي ته اهو سنڌونديءَ جي ڪناري تي آباد هو. جيڪو سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو. جنهن جي ضابطي هيٺ ٽي لک ڳوٺ ۽ شهر آهن.“ هتان جي زمينن کي تمام زرخيز، سرسبز چيو اٿس. هن پهريون ڀيرو هاٿي منصوره ۾ ڏٺا. سنڌ جي ٻوليءَ بابت مسعوديءَ لکيو آهي ته، ”سنڌ جي هڪ خاص ٻولي آهي، جيڪا هندستان کان الڳ آهي.“ هو سنڌ جا مور، عراق وٺي وڃڻ جي ڳالهه به ڪري ٿو، جن جي اتي افزائش ڪئي وئي. سنڌين جي هنري ۽ علمي قابليت بابت لکي ٿو ته، ”هنر، فن ۽ عمارت سازيءَ ۾ ترقي ٿي ۽ نجوم ۽ حسابن جي علم ۾ به وڏو واڌارو ٿيو. بادشاهه ’برهمڻ‘ حڪيم ۽ فيلسوف گڏ ڪيا، جن ’سند هند‘ (Sindhind) نالي هڪ ڪتاب لکيو، جنهن جي روشنيءَ ۾ ٻيا ڪتاب به لکيا ويا.“ ائين المسعوديءَ پنهنجي ڪتاب ۾ سنڌ جي تاريخ جو ڪجهه حصو محفوظ ڪري ڇڏيو آهي. هن 957ع ۾ فسطاط ۾ وفات ڪئي.

**اليعقوبي، احمد بن ابي يعقوب بن جعفر وهب بن واضح اليعقوبي:** ٽائين صديءَ جو هڪ مؤرخ ۽ جاگرافيدان، 873ع تائين آرمينيا ۽ خراسان ۾ رهيو. طاهري درٻار سان وابسته رهيو. عباسي سلطنت ۾ انشاء جي آفيس جو علمدار هو. جنهن سڄي دنيا جي تاريخ پهريون ڀيرو عربيءَ ۾ لکي، جنهن ۾ مسلمانن جي فتوحات جو به ذڪر آهي. انهيءَ حوالي سان تاريخ ۾ سنڌ تي عربن جي ڪيل حملن جو به ذڪر آهي. سندس ڪتاب جو نالو ’ڪتاب التاريخ‘، جنهن کي ’تاريخ اليعقوبي‘ به سڏيو وڃي ٿو، جيڪو 1883ع ۾ ٻن جلدن ۾ لنڊن مان ڇپيو. هن ڪتاب ۾ هند ۽ سنڌ جي انهن ڪتابن جو ذڪر به آهي، جيڪي هند ۽ سنڌ جي عالمن جا هئا ۽ پوءِ عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا. سندس ٻيا ڪتاب آهن: ’تاريخ ابن واضح‘ ۽ ’ڪتاب البلدان‘ (ملڪن جو ڪتاب). هي پهريون سياح هو جنهن هند ۽ سنڌ جي فلسفي، حڪمت، طب، ادب ۽ علم نجوم بابت تفصيل سان لکيو آهي. هو لکي ٿو ته، ”هند ۽ سنڌ جا ماڻهو عقل وارا، سوچ ويچار جا ڪوڏيا آهن. جنهن ڳالهه ۾ قومن ۾ اڳرا آهن. جوتش ۽ نجوم ۾ سندن ڳالهيون سڀ کان وڌيڪ صحيح ٿيون نڪرن. ’سڌانت‘ (علم هيئت بابت ڪتاب جنهن جو البيرونيءَ به ذڪر ڪيو آهي) سندن ذهانت جو نتيجو آهي، جنهن مان يونانين ۽ ايرانين به فائدو ورتو آهي. طب ۾ سندن ڄاڻ سڀني کان وڌيڪ آهي. طب، منطق ۽ فلسفي ۾ سندن ڪيتريون ئي لکڻيون آهن. هنن ٻيا به ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن. هو لکي ٿو ته، ”سندباد جهازيءَ جا ڪتاب به هتان جي رهاڪن جا لکيل آهن. اليعقوبيءَ سنڌ جي شهرن جو به ذڪر ڪيو آهي، جن مان ’منصوره‘ بابت لکي ٿو ته، هتان جون جايون ڪاٺ سان ٺهيل آهن، پر جامع مسجد پٿر جي ٺهيل آهي، ان جي پرسان حمام ۽ مسافرخانو به ٺهيل هو. منصوره جي شاهي بازار ڊگهي ۽ ڪشادي هئي. شهر جي چوڌاري وڏي پٽ ڏنل هئي، جنهن جا چار دروازا هئا، جيڪي دشمن جي حملي وقت بند ڪيا ويندا هئا. سنڌ ۾ سون ۽ معدنيات ۽ ساڳ جي ڪاٺي تمام گهڻي ٿيندي هئي. هن اهو به لکيو آهي ته هتي ڪن هنڌن تي عورتن جي به حڪومت آهي.“ اليعقوبيءَ 8-897ع ۾ مصر ۾ وفات ڪئي.

**اليگزينڊر برنس (Sir Alexander Burnes):** اسڪاٽش کوجناڪار ۽ سنڌ جو هيءَ تذڪره نگار، 16 مئي 1805ع تي انگلنڊ ۾ ڄائو. پهرين ملازمت ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ ڪيائين. جن 1823ع ۾ ڪيس سورت بندر موڪليو. 1825ع ۾ سنڌ جي (ان وقت) علائقي ڪڇ ۾ آيو ۽ 1830ع ۾ راجا رنجيت سنگهه جي درٻار ۾ پنجاب ويو. بعد ۾ ڪيس سنڌ جي ايراضيءَ جي اڀياس ۽ تحقيق لاءِ مقرر ڪيو ويو. هن هندي ۽ فارسي زبانون سکيون. برنس پهرين 1829ع ۾ سنڌو ماٿريءَ جي مهم لاءِ رٿ پيش ڪئي، پر ڪيس لاهور وڃڻو پيو. سبب اهو ڄاڻايو ويو ته بادشاهه وليم چوٿين مهاراج رنجيت سنگهه لاءِ گهوڙا سوکڙيءَ طور موڪليا آهن. اهي زميني رستي جي سختي سگهي نه سگهندا. ان ڪري ڪين سنڌو درياهه جي رستي اوڏانهن وٺي وڃڻو هو، پر دراصل ان بهاني هنن کي لڪچوريءَ ۾ سنڌو درياهه جو سروي ڪرڻو هو جيڪو هن پورو ڪيو. سندس ان حوالي سان ڇپيل ڪتاب 1834ع ۾ ڇپيو. جنهن هن کي وڏي شهرت ۽ عهدا ڏياريا ۽ 1835ع ۾ ڪيس سنڌ جي درٻار ۾ سنڌو درياهه جي رستن جي جانچ ڪرڻ لاءِ معاهدو ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو.

افغانستان ۾ شاهه شجاع جي حڪومت جي بحالي 1839ع ۾ ٿي، ان وقت برنس اتي پوليٽيڪل ايجنٽ طور خدمتون سرانجام ڏنيون. تان جو 1841ع ۾ ڪيس اتي قتل ڪيو ويو. چيو وڃي ٿو ته قتل ۾ انهن افغان عورتن جي پيئرن ۽ مڙسن جو هٿ هو جن سان اليگزينڊر برنس زنا ڪئي هئي. هڪ ڏينهن هن جي گهر کي باهه ڏني وئي ۽ هُو فارسي ٻوليءَ جي مهارت سبب پاڻ کي افغان ظاهر ڪري گهران نڪتو ته هجوم ڇرن سان ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيس. ساڻس گڏ سندس ڀاءُ جو به ساڳيو حشر ٿيو.

اليگزينڊر برنس جي ڪتابن مان ان دور ۾ سنڌ جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي حالتن جي ڄاڻ ملي ٿي.

سنڌ جي احوال ۾ هن شڪارپور جي شاهوڪاريءَ ۽ آسودگيءَ بابت لکيو آهي، جتي هن ڪامياب بينڪر/ صراف ڏٺا. ڏيتي ليتيءَ جا وڏا ادارا ڏٺا، جن جا گماشتا پري پري تائين واپار لاءِ ويندا هئا. سنڌ جي ٻين شهرن کان هتي سستائي هئي. سنڌ جي تجارتي مال بابت لکي ٿو

سنڌ جا پرڏيهي تذڪره نگار

ته "سنڌ جي مال جو دهليءَ جي شهنشاهن جي دور ۾ گهڻو مان هوندو هو. جڏهن سنڌ ۾ نادرشاهه داخل ٿيو، ان وقت سنڌ جو واپار عروج تي هو." هن ان وقت جي سنڌ جي ڪل آدمشماري ٻه لک لکي آهي.

**اليگزينڊر هيملٽن** (Alexender Hamilton): اسڪاٽ لينڊ جو سيلاني سوداگر ۽ بحري ڪپتان، جنهن جي سفرنامي 'نيو اڪائونٽ آف ايسٽ انڊيز' ۾ مغل دور واري سنڌ جو ذڪر آهي. هن ٿوري وقت لاءِ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ به ملازمت ڪئي هئي ۽ پوءِ سورت بندر تي پنهنجو ڪاروبار به ڪيائين. هو سنڌ ۾ تجارت جي مقصد سان 1669ع ۾ مالابار کان آيو هو ۽ ٺٽي جي نواب حفيظ الله خان ساڻس ملاقات ڪئي ۽ مهماني ڪئي. هيملٽن موٽ ۾ کيس هڪ آرسي، بندوق، ٻه پستول ۽ هڪڙو خنجر تحفي طور ڏنا. هيملٽن انهيءَ دور ۾ سنڌ ۾ ڌاڙيلن جي آزار بابت لکيو آهي ته "مِلڪ ۾ چوطرف ڌاڙيلن جا ٽولا تجارتي قافلن جي تلاش ڪندي گهمندا وتندا هئا. مغل عملدار رستن کي سلامت رکڻ کان قاصر هئا. انگلنڊ، فرانس ۽ جرمنيءَ ۾ به ساڳي حالت هئي، لاهري بندر جي الهندي ڪپ تي مڪراني بلوچن جو راڄ هو ۽ ايرندي ۾ ڪڪرالي جي جامن رڻ ٻاري ڏنو هو.. هر قافلي جي بچاءَ لاءِ سؤ يا ٻن سؤ سپاهين جي ضرورت هوندي هئي." لاهري بندر بابت لکيو اٿس ته "ان زماني ۾ لاهري بندر ۾ هڪ سؤ ڪاٺ ۽ مٽيءَ جا جهڙيل گهر هئا. شهر جي وچ تي هڪڙو پٿر جو قلعو هو، جنهن تي بلوچن جي ڪاهن کي روڪڻ لاءِ توپون رکيل هيون. ٺٽو لاهري بندر کان چاليهه ميل پري هو." ٺٽي لاءِ لکيو اٿس ته "هيءُ شهر ملڪ جي مارڪيٽ آهي ۽ تمام وڏو ۽ آسودو شهر آهي، اٽڪل ٽي ميل ڊگهو ۽ ٽي ميل ويڪرو آهي. هيءُ شهر سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ آهي، مذهبيات، علم لغت ۽ علم سياست جي ڪري سڄيءَ دنيا ۾ مشهور آهي، منجهس چار سؤ کان به مٿي ڪاليج آهن، جن ۾ نوجوانن کي علمن جي تعليم ۽ تربيت ڏني وڃي ٿي. ٺٽي ۾ هڪڙو قلعو آهي، جنهن ۾ نواب جو محل آهي، جنهن ۾ پنج هزار لشڪر به رهندو آهي."

هتان جي اپت جي باري ۾ لکي ٿو ته، "ٺٽي ۾ تازا ميوا جام هئا. هتي هڪ روپئي جا سؤ صوف وڪامندا هئا. خاص ڪري هتي ڏاڙهون ڏاڍا بهترين ملندا هئا. هت بهترين قسم جو سوٽي ۽ ريشمي ڪپڙو ٺهندو هو. سوٽي ڪپڙو سادي ڊزائين سان، ڏاڍي لسائيءَ سان اُٽيل هوندو هو ۽ سندن جوڙيون نه رڳو نرم ۽ نفيس هيون، پر ٻين هنڌن جي جوڙين کان وڌيڪ جٽادار به هيون. هتي ڪپڙن تي پرت به سلو پريو وڃي ٿو. منهنجي اچڻ کان ٽي سال اڳ هتي هڪ اهڙي پليگ پئي هئي، جنهن ٺٽي جي شهر ۽ ان جي پسگردائيءَ تي ايڏو ته اثر ڪيو جو رڳو ٺٽي جي شهر جا اسي هزار ڪاريگر مري ويا ۽ اڌ کان مٿي شهر ويران ۽ خالي ٿي ويو."

هيملٽن سنڌ جي چوپائي مال جو به ذڪر ڪيو آهي ته مڇيءَ جو به، هن پلي جي تمام گهڻي تعريف ڪئي آهي. هنرن مان جنديءَ جي هنر جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته، "سنڌي عاليشان قسم جا کٽ، ڪاٺ جون ٿالهيون ۽ جنديءَ جون ميزون تيار ڪن ٿا. کٽن تي عاج جو ڪم ٿيل هوندو آهي. زالن ۾ به عاج جا زيور پائڻ جو شوق آهي. هو ڪُلهن کان ٺونٺين تائين ۽ ٺونٺين کان ڪرائين تائين عاج جون ٻانهيون ٻنهي ٻانهن ۾ پائين ٿيون." هو سنڌ جي ماڻهن کي آسودو سڏي ٿو جن ڪڏهن ڏڪر ڪونه ڏٺو.

**ايڊورڊ آرچر لئنگلي** (Edward Archer Langly): هي خيرپور رياست ۾ مير علي مراد خان اول جي درٻار ۾ اهم عهدي تي فائز هو اتي رهڻ دوران روزانو پيش ايندڙ واقعن، پنهنجن مشاهدن ۽ تجربن بابت لکندو رهيو جنهن کي لنڊن مان 1960ع ۾ ڇپرايو ويو. جن مان هڪ هو: Narrative of Residence at the Court of Mir Ali Moorad. هن ڪتاب جا ٻه جلد، 2005ع ۾ پاڪستان ۾ به ڇپيا آهن. لئنگلي جا مشاهدا ۽ تجربا سندس ذاتي جذبن سبب ڪٿي هاڪاري ته ڪٿي ناڪاري محسوس ٿين ٿا. هن اڪثر انگريز آفيسرن جيان سنڌ تي انگريزن جي قبضي کي درست سمجهيو ۽ سنڌين کي سست ۽ ڪاهل قرار ڏنو هن ڪتاب ۾ ڪراچيءَ جي تجارتي اهميت ڏيندي لکيو آهي ته مستقبل ۾ ڪراچي ايشيا لاءِ تجارتي مرڪز ٿي سگهي ٿو حيدرآباد ۽ ڪوٽڙيءَ جي ريلوي لائين بابت لکيائين. سنڌ جي واپاري تاريخ سيوهڻ جي تهذيبي تاريخ، سنڌ جي آبهوا، منڇر ڍنڍ جي سونهن، سکر شهر جو احوال وغيره ان ڪتاب ۾ شامل آهن. ان کانسواءِ سر بارٽل فريئر جي ڪمشنريءَ واري دور ۾ پوليس جو نظام، شڪارپور جي تاريخ، تجارت ۽ خيرپور ۽ ميرن جي باري ۾ پڻ حڪومتي ڪاروهنوار ۽ ٻين پهلوئن تي لکيو اٿس. ڪتاب جي ٻئي جلد ۾ سنڌ جي چوپائي مال، خيرپور جي روينيو نظام، دل جو طريقو، ماپ تور جو اهتمام به مثالن سان پيش ڪيا اٿس. هن سنڌ جي موسيقيءَ جي سازن تي به لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ لئنگلي سنڌ جي ڪيترين شخصيتن، شهرن ۽ جانورن جون تصويرون به ڏنيون آهن.

**ايسٽوڪ، ايڊورڊ بيڪ هائوس**: سنڌ جي هن تذڪري نگار، 16 جولاءِ 1814ع تي هڪ اينگلو انڊين گهراڻي ۾ جنم ورتو. آڪسفورڊ جي ڪاليجن مان تعليم حاصل ڪيائين. 1836ع ۾ انڊين آرميءَ جي بمبئي انفينٽريءَ ۾ ملازمت مليس، پر ٻولين سان دلچسپي هئڻ سبب جلد ئي کيس سياسي عهدو ڏنو ويو 1843ع ۾ هن هڪ ڪتاب 'Kessahi Sanjan' نالي ترجمو ڪيو جيڪو هندستان ۾ پارسين جي اچڻ جي تاريخ بابت هو ۽ زرتشت جي زندگيءَ تي هڪ ڪتاب لکڻ سان گڏ سنڌي ٻوليءَ جي هڪ لفظي فهرست (Vocabulary) ۽ ڪجهه ٻيا ڪتاب لکيا. هن ڪجهه وقت جرمنيءَ ۾ رهي جرمن ٻولي سکي باپ (Bopp) جو گرامر ترجمو ڪيو ان کان سواءِ کيس 1845ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪاليج ۾ 'هندستاني' ٻوليءَ جو پروفيسر مقرر ڪيو ويو، جتي ٻن سالن کان پوءِ هن هندستاني گرامر تيار ڪيو ۽ لفظي فهرست به ٺاهي.

ان ڪانپوءِ 'سعديءَ جي گلستان' جو ترجمي (منظوم ۽ نثري) سان نئون ايڊيشن مرتب ڪيائين. ٻيا هندستاني ڪتاب جيڪي هن ترجمو ڪيا، تن ۾ 'باغ و بهار'، 'انوار سهيلي' وغيره شامل آهن.

ايسٽوڪ، سنڌ ۾ ٽي سال رهيو ۽ ايمانداريءَ سان هتان جو احوال پنهنجي هڪ ڪتاب A Glance at Sind Before Napier or Dry Leaves from Young Egypt (1844) ۾ لکيو، جنهن جو سنڌي ترجمو محترم حنيف صديقيءَ ڪيو، جنهن کي سنڌي ادبي بورڊ، 1973ع ۾ ڇپرايو. هن ڪتاب ۾ هُن ميرن جي دور ۾ سنڌي ماڻهن جي حالت کي بهتر سڏيو آهي. هن لکيو ته "ميرن جي وقت ۾ سنڌ جدا جدا پرڳڻن يا حصن ۾ ورهايل هئي، جيڪي وري تپن ۽ ضلعن ۾ ورهايل هئا. هر هڪ پرڳڻي تي هڪ سزا- وال مقرر ڪيل هو، جنهن کي هڪ خزانچي ۽ انن ڏهن گماشتن ۽ سپاهين جي مدد ڏني ويندي هئي. تپي تي وري ڪاردار رکيل هو، جنهن کي پڻ زيردستن جو هڪ ننڍو عملو ڏنل هو..."

سنڌ جي معاشي صورتحال جو اندازو ايسٽوڪ جي هن احوال مان لڳائي ٿو سگهجي: "سنڌ ۾ ڇئن پئسن ۾ هڪ ڪڪڙ ملي ٿي. ڪٽڪ رپئي ۾ اٺ پاٽيون وڪامي ٿي، جيڪا چاليهن پئسن جي تور ۾ سورنهن سير آهي..." هتي پلو جام ٿئي ٿو، پر ٻي سوادي مڇي گهٽ آهي... شڪارپور جي پرسان ڪيترن ئي ميلن ۾ جوئر جو فصل بيٺو هو. دنيا جي ٻئي ڪنهن به ملڪ ۾ اهو فصل ايڏي قد جو نه ٿيندو آهي. ذڪر وڌائڻ ۾ ملڪ جي واپارين جو وڏو هٿ آهي، جيڪي سڪار جي وقت ان خريد ڪري زمين جي هيٺان تهخانن ۾ وجهيو گڏ ڪن."

ڪيپٽن ايسٽوڪ جو سنڌي گرامر ۽ لغت تي بنيادي ڪم به اهم آهي. هن ڪتاب ۾ هن انهن جو ذڪر ڪيو آهي. تاريخي حوالن سان ڏنو وڃي ته ميرن جي دور ۾ هڪ ٻئي به ڪيپٽن ايسٽوڪ جو ذڪر آهي، جنهن جو پورو نالو وليم جوزف ايسٽوڪ (William Joseph Eastwick) هو. هن جي جنوري 1844ع جي انڊيا هائوس ۾ ڪيل هڪ تقرير جو عنوان آهي: Speech of Captain William Eastwick on the Case of Ameers of Sindh، جنهن کي لنڊن مان ڇاپيو ويو هو. اهو ڪتاب انٽرنيٽ تي موجود آهي.

**بزرگ بن شهريار:** هيءُ هڪ عرب جهازران هو جيڪو عراق کان سنڌ هند جي بندرگاهن وچ ۾ سامونڊي سفر ڪندو هو. جنهن بابت هن پنهنجي سفرنامي 'عجائب الهند' ۾ احوال ڏنو آهي. سندس ڪتاب پهرين فرينچ ۾، پوءِ انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿي ڇپيو. سنڌ جي حوالي سان هن لکيو آهي ته سنڌو درياهه ۾ اونهاري ۾ دجله ۽ فرات وانگر گهڻو چاڙهه هوندو آهي. هن پنهنجي ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ قرآن شريف جي ترجمي جو به ذڪر ڪيو آهي. هو لکي ٿو ته 720 ھ ۾ سنڌ جي هڪ هندو راجا مهروڪ بن رامڪ، جيڪو اروڙ جو حاڪم هو، تنهن منصوره جي امير عبدالله بن عمر بن عبدالعزيز هباريءَ ڏانهن لکي موڪليو ته ڪنهن اهڙي شخص کي مون ڏانهن موڪليو جيڪو سنڌي ٻوليءَ ۾ مون کي اسلام سيکاري. منصوره ۾ عراق جو هڪ مسلمان عالم هو جيڪو سنڌ ۾ پليو نپنو هو تنهنڪري سنڌ جون مختلف زبانون ڄاڻندو هو. امير جي چوڻ سان هو تيار ٿيو. هن راجا جي زبان ۾ هڪ قصيدو لکي راجا ڏانهن اماڻيو. راجا اهو قصيدو پسند ڪيو ۽ سفر جو خرچ موڪلي گهرايائينس. هو راجا جي دربار ۾ ٽي سال رهيو ۽ سندس خواهش مطابق هن قرآن شريف جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪيو. راجا روزانو ترجمو ٻڌندو هو ۽ بيحد متاثر ٿيندو هو..." عالمن جو خيال آهي ته سڄيءَ دنيا ۾ قرآن شريف جو اهو ئي پهريون ترجمو هو.

سنڌ بابت سندس قلم مان ٻيو احوال هتان جي چورن ۽ ڌاڙيلن جو ملي ٿو، جيڪي دولتمند ماڻهن کي ڏيجاري ڪانئن ڦرون ڪندا هئا. حالانڪ هتي چوريءَ کي وڏو جرم ليکيو ويندو هو.

بزرگ بن شهريار سنڌ جي واپار کي تمام نفعي وارو ۽ لاڀائتو سڏي ٿو. جنهن سان ثابت ٿئي ٿو ته هتان جا ماڻهو واپار ڪري ڄاڻندا هئا، ان ڪري واپاري طبقو سکيو ستابو هو. بزرگ بن شهريار جو ڪتاب 'عجائب الهند' 1886ع ۾ لنڊن مان ڇپيو.

**بشاري المقدسي، شمس الدين ابو عبدالله محمد بن احمد:** هي ڏهين صديءَ جو عرب جاگرافيدان ۽ سياح هو، جيڪو بيت المقدس ۾ ڄائو. هن کي سير ۽ سفر جو شوق اڪثر مسلمان ملڪن ۾ وٺي ويو ۽ ويهن سالن تائين سياحت ڪيائين. جنهن جو احوال پنهنجي هڪ ڪتاب 'احسن التقاسيم معرفة الاقاليم' ۾ لکيائين، جيڪو سڀ کان پهرين 1877ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو آخري باب سنڌ متعلق لکيل آهي، جيڪو 14 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جو نقشو به ڏنو آهي. بشاريءَ سنڌ ۽ ان سان مليل علائقن کي اقليم سڏيو آهي، جيڪا ڇهن صوبن ۾ ورهائي اٿس، جن ۾ مڪران، طوران ۽ مرڪزي صوبو منصوره شامل آهن، جتي سندس چوڻ مطابق عربي ۽ سنڌي ٻوليون ڳالهايون وينديون هيون. منصوره لاءِ لکي ٿو ته "هيءَ هڪ مستقل ۽ مرڪزي رياست آهي، اڳ سڄي اقليم سنڌ ان جي ماتحت هئي. اهو سڀ کان وڏو شهر آهي، هتي جون سجايون مٽيءَ ۽ ڪاٺ جون ٺهيل آهن. هتان جي مسجد نهايت ڪشادي، سهڻي ۽ شاندار آهي. منجهس ڪِٺ جي ڪاٺيءَ جا ڇنيل ٿنيا جڙيل آهن."

سنڌ جي هن شهر جي ماڻهن بابت لکي ٿو ته، "هتان جا ماڻهو علم دوست، سمجهو، بامروت، مسافرنواز ۽ ديندار آهن. هي شهر علم ۽ واپار جو مرڪز آهي. هتي جون مينهون سهڻيون آهن ۽ کير گهڻو ڏينديون آهن. هتان جي هوا هلڪي آهي ۽ سيءُ گهٽ پوندو آهي."

ديبل شهر لاءِ لکي ٿو ته، "ديبل هڪ وڏو رونق وارو بندرگاهه آهي، جنهن جي چوڌاري سون جي تعداد ۾ ننڍا وڏا ڳوٺ آهن. هن بندرگاهه جي وڏي اپت آهي، هتان جا ماڻهو خوش خوراڪ، خوش پوشاڪ ۽ خوش مزاج آهن. اقليم سنڌ جو چوٿون صوبو 'ويهند' لکيو اٿس، جيڪو منصوره کان به وڏو، ساون باغن سان ڀريل هو جتان جا

ماڻهو سکيا ستابا ۽ ڪاڏي پيتي جون شيون سستيون ھڏايون اٿس. سنڌ اقليم جو پنجون صوبو قنوج ڪي سڏيو اٿس، ڇهون صوبو ملتان واپار جو وڏو مرڪز ڄاڻايو اٿس. انهن صوبن جي ڏار ڏار احوال ڪانپوءِ لکي ٿو ته، "سنڌ سون، دوائن، اوزارن، مصري ۽ ھين سھڻين شين جو مرڪز آهي. هتي ڇانور، ڪيلو ۽ ھيون شيون ٿين ٿيون، جن ۾ ڪجيون ۽ ڪارڪون گهڻيون ٿين ٿيون. عدل، انصاف ۽ سياست به سنڌ ۾ گهڻي هلي ٿي." بشاريءَ، سنڌي سمنڊ ۽ سنڌو درياهه جو ذڪر به ڪيو آهي، جيڪو وچ مان لنگهي ٿو. جيڪو برڪت وارو ۽ فيض جو سرچشمو سمجهيو وڃي ٿو. هُو لکي ٿو ته اقليم سنڌ جا ماڻهو سٽڻ ۽ چولو پائيندا آهن ۽ وار ڊگها رکندا آهن. ڪي شوقين ڪنن ۾ واليون به پائيندا آهن. مٿي جو لباس عام طرح پٽڪو آهي. صنعتن جي حوالي سان هن فراسين، پٽراٽين ۽ غاليچن ڪان سواءِ عمدي ڪپڙي جو به ذڪر ڪيو آهي، جيڪو ٻاهر موڪليو ويندو هو. منصوره مان ڪنپاتي جتيون به ٻاهر وينديون هيون.

بشاري المقدسيءَ سنڌ بابت تمام اهم معلومات ڏني آهي. سندس ڪتاب جو اردو ترجمو 'اسلامي دنيا دسوين عيسوي مين' خورشيد فاروقيءَ ڪيو، جيڪو 1962ع ۾ دهليءَ مان ڇپيو. بشاري المقدسيءَ 956ع ۾ وفات ڪئي.

**ٽي. جي. ڪارليس** (T. G. Carless): هي انڊين نيويءَ جو آفيسر هو ۽ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ ترقي ڪندو ڪموڊور ٿيو. سنڌ جي وڏن شهرن ۾ ملازمت ڪيائين. سکر ۾ سپرنٽينڊنٽ نيويگيشن رهيو. ڪراچيءَ ۾ سرويئر جي عهدي تي ۽ حيدرآباد ۾ ڊرافٽ مين رهيو ۽ ڪيترائي نقشا ٺاهيائين. هن ڪراچيءَ ۽ ان جي چوگرد علائقن بابت رپورٽون لکيون، جن مان منگهي پير جي علائقي، لسٻيلي ۽ انڊس ڊيلٽا بابت رپورٽن ڪانسواءِ ڪراچي بندر جي واپار بابت پڻ رپورٽ لکي. ڪراچيءَ بابت رپورٽ ۾ هن ان جي بيهڪ، تجارت، آباديءَ جاگرافي ۽ فوجي اهميت تي روشني وڌي. هن ان وقت ڪراچيءَ جي آبادي چوڏهن هزار لکي آهي، جنهن ۾ سنڌي هندو، بلوچ، لوڪائي، مووڊان ۽ جت شامل هئا. هندو واپارين جو سڄيءَ سنڌ ۾ زبردست اثر هو ڇو ته حڪمرانن ڪراچي بندر مان واپاري سرگرمين سبب ملندڙ روينيو جي ڪري ائين ٿي چاهيو. سندس ان رپورٽ جو عنوان: Memoirs of the Bay, Harbour and Trade of Karachi آهي، جيڪا هن 1838ع ۾ بمبئي سرڪار وٽ جمع ڪرائي هئي.

**جارج بوئسٽ** (George Bouist): هي اينگلو انڊين صحافي هو، جيڪو 1805ع ۾ فورا شائر ۾ ڄائو. 1846ع ۾ بامبئي ٽائيمس سان وابسته ٿيو ۽ سڄي عمر لکڻ پڙهڻ ۾ گذاريائين. سندس ڪالمن جو ڪتاب: Outline of Operation of the British Troops in Scinde and Afghanistan نالي ڇپيو. جارج بوئسٽ سر چارلس نيپيئر جي سرواٽيءَ ۾ سنڌ ۾ ٿيندڙ آپريشن جو مخالف هو ۽ ان لاءِ اخبار ۾ ڪالم لکندو رهيو. هي ميجر آئوٽرام کي به ويجهو هو ۽ ٻنهي گڏجي سنڌ سان ٿيل ناانصافيءَ کي واڪو ڪيو. جنهن جي حمايت ڪيترن انصاف پسند انگريزن پڻ ڪئي. ڊاڪٽر بوئسٽ ان مسئلي تي ڀرپور نموني لکيو ۽ سنڌ ۾ هر برطانوي خراب عمل جي مخالفت ڪئي ۽ اخبارن ۾ پنهنجي راءِ جو اظهار ڪيو.

**جنرل جيمس آئوٽرام** (James Outram): سر چارلس نيپيئر جي سنڌ فتح ڪرڻ جي جواز ۾ جيڪي ڪتاب لکيا ويا، انهن ۾ سندس ڀاءُ وليم نيپيئر جا ڪتاب به هئا، جنهن نيپيئر جي بچاءَ ۾ گهڻو وڌاءَ کان ڪم ورتي لکيو. سندس اهڙين ڳالهين جي جواب ۾ جنرل جيمس آئوٽرام پڻ هڪ ڪتاب The Conquest of Scinde- a Commentary لکيو. جنهن ۾ هن سر چارلس نيپيئر جي پاليسين جي مخالفت ۾ لکيو هي 1803ع ۾ ڊربي شاير ۾ ڄائو هو. 1819ع ۾ بمبئيءَ آيو ۽ برطانيا طرفان مختلف محاذن تي وڙهيو. 1839ع ۾ کيس ميجر جي عهدي تي ترقي ڏئي 'لاڙ سنڌ' ۾ سياسي نمائندو يا پوليٽيڪل ايجنٽ مقرر ڪيو ويو. جتان پوءِ وري 'اتر سنڌ' ۾ به رکيو ويو. هو سر چارلس نيپيئر جي پاليسين جو مخالف هو. جنهن ۾ سنڌ تي حملي جي حڪمت عملي به شامل هئي، پر تڏهن به جنگ ۾ هن برطانوي سالار جي حفاظت ڪرڻ لاءِ اٺ هزار بلوچن جي حملي کي منهن ڏنو. کيس ان جي ڪري ليفٽيننٽ جي عهدي تي ترقي ڏني وئي.

آئوٽرام پنهنجي ڪتاب ۾ انهيءَ جنگ ۽ فتح ۾ نيپيئر طرفان ڪيل غلطيون ۽ حرڪتون پڌريون ڪيون. سندس ڀاءُ جي ڪتابن تي تنقيد ڪئي ۽ ٽالپرن خلاف وڙهندڙ فوجين ۾ دوکي ۽ بي ايمانيءَ سان مقامي ماڻهن کي شامل ڪرڻ جي سازش کي پڌرو ڪيو ۽ ٻڌايو ته ڪيئن نيپيئر معاهدن جي ڀڃڪڙي ڪئي. سندس ڪتاب جي ٻئي جلد ۾ هن دليلن سان ثابت ڪيو ته ميرن کي انگريزن جنگ ڪرڻ لاءِ هر طرح مجبور ڪري وڌو هو ۽ هن ٽالپرن تي لڳل الزامن بابت سندن وڪالت ڪئي. آئوٽرام پنهنجي ڪردار سبب اهم تذڪري نگار ٿيو سگهجي ٿو. ڪراچيءَ ۾ سندس نالي هڪ روڊ پڻ آهي. هن 11 مارچ 1863ع تي لنڊن ۾ وفات ڪئي.

**جوزف سالبئنڪ** (Joseph Salbank): هي مشهور برطانوي واپاري ۽ سياح هو، جيڪو سنڌ ۾ 1619ع ڌاري آيو هو. واپار لاءِ سيوهڻ شهر ۾ رهائش پذير هو. هن پنهنجي احوال ۾ سنڌ ۾ واپار، صنعت ۽ زراعت جي لحاظ کان گهڻي خوشحاليءَ جو ذڪر ڪيو آهي. سالبئنڪ بابت ڊاڪٽر سورلي ۽ ڊاڪٽر ڇبلاڻيءَ گهڻائي حوالا پنهنجن ڪتابن ۾ ڏنا آهن. هن سنڌ جي جن شين جي ساراهه ڪئي آهي انهن ۾ اوچو سوٽي ڪپڙو، عاليشان پٽراٽيون، غاليچا ۽ ريشم اهم آهن. جن جو سٺو واپار ٿيندو هو. هو هتان جي سوٽي ڪپڙي جي اوچي معيار جي ساک ڏي ٿو ۽ لکي ٿو ته: "هتي سوٽي ڪپڙو ڪيترن ئي قسمن جو ٺهي ٿو جن مان هرڪ، سادو ڇريل، سنهو ۽ ٿلهو بافتو عاليشان ڇيٽ، تس، ململ، سوسي، لونگي، گيگر، حلواڻ، ڪيس، چُني، اجرڪ ۽ ٻيو سادو ڪپڙو

ٺهندو آهي. انهيءَ صنعت جي ڪري ڪپهه جي پيدائش به پوري ڪانه پوندي هئي، ان ڪري ٿي گهٽي انداز ۾ ڪپهه ڪڇ ۾ نگنا مان به گهرائي ويندي هئي.

سالبئنڪ جي لکڻ موجب ان وقت سنڌ جي هر ڳوٺ، هر واهڻ، هر وستيءَ ۽ هر شهر صنعت ۽ حرفت جو مرڪز هو. سنڌ جو ڪو به ماڻهو بيڪار ۽ واندو ڪونه ويهندو هو ۽ مرد، عورتون سڀئي ڪنهن نه ڪنهن ڪرت ۾ رڌل هوندا هئا. هن سنڌ ۾ چمڙو، تلوارون ۽ ٻيا هٿيار ٺاهڻ جي صنعت جو به ذڪر ڪيو آهي. هتان جي ماڻهن کي هو شريف، ايماندار ۽ سهڻي روش وارا سڏي ٿو. سنڌو درياهه ذريعي واپار جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته: ”سنڌو درياهه ۾ چاليهه پنجاهه ٽنن جون ٻيڙيون هلن ٿيون، جن جي مدد سان هندستان جي مختلف هنڌن سان رابطو رهي ٿو ۽ هن سنڌوءَ ۾ هلندڙ ٻيڙين ۽ انهن جو جيڪو نقشو چٽيو آهي، اهو ڪنهن جديد جهاز کان گهٽ ڪونهي.“

هو لکي ٿو ته، ”اهي ٻيڙيون سنئين ۽ تراڪڙي تري سان آهن ۽ منجهن هر هڪ پاسي تي ڪوٺيون ٺهيل آهن. هر هڪ ڪوٺيءَ ۾ رڌڻ ۽ آرام ڪرڻ جي جاءِ آهي. اهي ڪوٺيون مسافرن يا واپارين کي مسواڙ تي ڏنيون وينديون آهن ۽ هر هڪ پنهنجي پنهنجي ڪوٺيءَ ۽ آرامگاهه کي تالي سان بند ڪري سگهي ٿو. جتي جتي به ڪين مارڪيٽ ملي ٿي، اتي نيڪال ڪرڻ لاءِ انهن وٽ مال تيار رکيو هوندو ۽ سچ پچ مون اهڙيون سهولتون ڪڏهن به نه ڏٺيون.“ جوزف سالبئنڪ سنڌ جي روانگي ۽ آمدني واپار بابت گهڻو ڪجهه لکيو آهي. سندس لکيل ڪتاب: Mr. Salbank's Journey Through India, Persia and Part of Turkey and Arabia A.D 1609، جيڪو دراصل 1705ع ۾ ڇپيو هو. جنهن ۾ اهڙي معلومات ملي ٿي.

**جيمس ميڪمردو (James Mc Murdo):** هن تذڪري نگار جو جنم اسڪاٽلينڊ ۾ 30 نومبر 1785ع ۾ ٿيو. سندس والد فوج ۾ هو ۽ هن کي به فوج ۾ ڀرتي ڪرايائين. هن گڏيل هندستان ۾ مختلف هنڌن تي خدمتون ڪيون. 1812ع ۾ هو هندستان ۾ ڪڇ جو پوليٽيڪل ايجنٽ مقرر ڪيو ويو. جنهن ڪانپوءِ هن ڪڇ، سنڌ ۽ مڪران جا ساموندي ڪنارا گهمي اهم معلومات گڏ ڪئي ۽ سنڌ بابت فارسي ڪتاب به گڏ ڪيائين. سنڌ ۾ رهڻ دوران هن سنڌي، فارسي ۽ اردو ٻوليون سکيون ۽ سنڌ جي جاگرافي تاريخ ۽ ملڪي حالتن جو ڪافي مطالعو ڪيائين ۽ ٻن جلدن ۾ سنڌ بابت معلومات کي لکيو جيڪي بعد ۾ رائل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ پاران 1834ع ۾ ڇپيا. ان ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ هن سنڌ جا ڳوٺ ۽ شهر، واپار ۽ پيداوار، جانور ۽ آدمشماري، ڪلچر ۽ ريتون رسمون ۽ ٻوليءَ بابت لکيو ۽ ٻئي حصي ۾ سنڌو درياهه جي تاريخي اهميت ۽ مختلف دورن ۾ بدلجندڙ وهڪرن جي ڄاڻ سان گڏ انگريزن لاءِ ان جي اهميت جو به لکيو.

ميڪمردو عام تاريخن جي ابتڙ بادشاهن ۽ حاڪمن ۽ سندن درٻارن بابت لکڻ بدران عام ماڻهن، ملڪ ۽ ملڪي آبهوا ۽ پيداوار وغيره تي ڌيان ڏنو. هن ٺٽي بابت لکيو آهي ته ان شهر جو بنياد 900ھ/1495ع ۾ جام نظام الدين سمي جي زماني ۾ پيو جنهن کي عام طور جام نندو سڏيو ويندو هو. ان کان اڳ لاڙ جي راڄڌاني سمه نگر هئي، جيڪا ٺٽي کان ٽي ميل اتر اولهه طرف ٻڌائي وڃي ٿي. هن سنڌين جي سستي ۽ ڪاهليءَ جو ذڪر به ڪيو آهي. ميڪمردو سنڌي ٻوليءَ بابت لکيو ته: ”سنڌ ۾ عام طور ٻه ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. انهن مان هڪ سنڌي آهي جيڪا سنڌ جي اصلوڪي ۽ بنيادي ٻولي آهي، ٻي ٻاروچي ٻولي آهي، جيڪا لکيل صورت ۾ ڪا نه ٿي ملي، پر ڪٿي ڪٿي عربي رسم الخط ۾ لکيل ڏٺي وئي آهي. پر سنڌي ٻوليءَ جي صورتخطي موجود آهي ۽ ان کي پنهنجي 'الف. ب' آهي. جيڪا ڄڻ ته سنسڪرت جي شاخ آهي، جنهن هندستان کي گهڻئي ٻوليون ڏنيون آهن.“ ميڪمردو جو احوال سماجي تاريخ جي حوالي سان ڪافي اهم آهي. هن 28 اپريل 1820ع تي وفات ڪئي.

**چارلس مئسن (Charles Mason):** هي هڪ واپاري هو ۽ سياحت جي خيال کان هندستان آيو ۽ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ 1822ع ۾ نوڪري ڪيائين. ان ڪانپوءِ 1827ع ۾ فقيري ويس ڪري سنڌ، هند ۽ افغانستان جو سير ڪرڻ نڪري پيو. سنڌ جي مختلف شهرن جو دورو ڪيائين. قنڌار کان ڪوئيٽا، پوءِ شڪارپور، اتان سکر پوءِ روهڙي گهمي لاهور هليو ويو. وري ٻيو ڀيرو لاهور کان سکر، لاڙڪاڻي، حيدرآباد کان ٺٽي ۽ پوءِ ڪراچيءَ پهتو. اتان ڪجهه وقت لاءِ بصري ويو وري واپس ڪراچيءَ موٽي آيو. آخر ۾ کي اهم دستاويز آڻي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کي ڏنائين، جنهن سندس وظيفو مقرر ڪيو. چارلس مئسن جي سفرنامي جا به ڀاڱا ڇپيل آهن، جن ۾ پنجاب، سنڌ، خيبر پختونخوا، بلوچستان ۽ افغانستان جو احوال آهي.

چارلس مئسن، سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ڌاڙيلن جي آزار بابت لکيو آهي ته انهن تي وقت جي حڪومت ڪو ضابطو نه ٿي رکيو ۽ ماڻهو سخت پريشان هئا. شڪارپور جي خوشحالي ۽ شاهوڪاريءَ جو ذڪر ڪندي دنيا سان ان جي تجارتي ناتن جو احوال ڏئي ٿو. هنن جي ايمانداريءَ جي هاڪ سبب هندستان کان وچ ۽ اولهه ايشيا ۾ سندن هنڊين جي وڏي ساک هئي. پر وري جڏهن هو ڪجهه سالن ڪانپوءِ ٻيهر آيو ته ڏٺائين ته شهر اجڙي چڪو هو ۽ پسگردائيءَ وارن شهرن مان گهڻا ماڻهو لڏي چڪا هئا. سکر جو به ساڳيو حال هو ۽ ملڪ ۾ ڦرون ۽ ڌاڙا وڌي ويا هئا. اهڙيءَ ريت چارلس مئسن جو لکيل احوال سنڌ جي سماجي سياسي تاريخ کان به وڌ اقتصادي صورتحال تي روشني وجهي ٿو.

**ڊئارٽ باربوسا (Duarte Barbosa):** 1480ع ۾ پرتگال ۾ ڄائو هي هڪ پورچوگيزي ليکڪ ۽ ڪوجناڪار هو. جيڪو 1500ع کان 17-1516ع ۾ انڊيا ۾ هڪ فيڪٽريءَ جو ملازم به هو ته ملايالم ٻوليءَ جو ڄاڻو هئڻ

ڪري ترجمان به هو. سنڌ ۾ پورچوگيزن جي ڪوٺي هئي جتي سنڌن ايجنٽ رهندا هئا. جيڪي تجارتي مال سنڌ جي ننڍن شهرن مان خريد ڪري، ٺٽي ۾ پنهنجي تجارتي مرڪز ڪي موڪليندا هئا.

مقامي حڪومت کي هن تجارت مان ساليانو هڪ لک روپيا فائدو ٿيندو هو. ان ڪري اها سنڌن دباءُ ۾ رهندي هئي. باربوسا 1516ع ڌاري لاهري بندر اچي اتان سنڌ ۾ گهڙيو ۽ گهڻو وقت ٺٽي ۾ رهيو ۽ ٻيا شهر به گهميو ۽ درياهه ذريعي سفر ڪري سنڌ جي باري ۾ معلومات حاصل ڪيائين. هو هتان جي شهرن کي آسودا خوشحال شهر سڏي ٿو ۽ زمين کي پلي ۽ زرخيز چوي ٿو. جنهن ۾ ڪٽڪ ۽ جَوَجي گهڻائيءَ جو ذڪر ڪري ٿو. هو لکي ٿو ته: "هندستان جي باقي حصن ۽ ٻين ملڪن سان سنڌ جو گهڻو واپار هلي ٿو. خاص ڪري هتي ڪپڙو ايترو ته تيار ٿيندو هو جو واپار لاءِ جيڪي جهاز ايندا هئا انهن کي پُر ڪرڻ لاءِ اهو ڪافي هو. انهن تي جيڪو محصول پوندو هو سو به هڪ لک روپيا هوندو هو." ان وقت جي لحاظ کان اها تمام وڏي رقم هئي. باربوسا سنڌ ۾ مڇيءَ جي گهڻائي ۾ مرڻ ۽ انهن کي لوٽي ٻاهرين ملڪن ڏانهن برآمد ڪرڻ جو احوال به لکيو آهي، جنهن مان سني اپت ٿيندي هئي.

باربوسا چڱو وقت ٺٽي ۾ گذاريو. جنهن ۾ هن موجب ان وقت ڏيڍ لک گهر هئا ۽ هر هڪ گهر ۾ گهٽا ئي ڪٽنب رهندا هئا. سندس وقت ۾ ٺٽو مغلن جي هٿ هيٺ هو. هن سنڌ جي گهوڙن جي به گهڻي تعريف ڪئي آهي. سندس ڪيل ڪن ڳالهين جي تصديق نه ٿي سگهي آهي. 1521ع ۾ فلپائين ۾ وفات ڪيائين.

**ڊاڪٽر جيمس برنس** (Dr. James Burnes): 1827ع ۾ سنڌ جي بيمار حاڪم مير مراد علي ٽالپر جو علاج ڪرڻ لاءِ آيل ڊاڪٽر جميس برنس، طب ڪانسواءِ علم ۽ ادب جو به شوقين هو. هو سنڌ ۾ ٽي مهينا رهيو ۽ سندس علاج سان مير صاحب صحتمند ٿيو. هو جيترو وقت به سنڌ ۾ رهيو. ان دوران جيمس برنس، سنڌ جي سياسي سماجي ۽ اقتصادي حالتن جو جائزو ورتو ۽ انهن بابت هڪ خاص ڪتاب لکيو. جنهن ۾ ميرن جي اندروني معاملن، مسئلن، سنڌ جي طبعي حالتن ۽ سنڌونديءَ جي وهڪرن سان گڏ ڪڇ جو احوال به لکيو. جيڪو 1831ع ۾ ڇپيو: A Narrative of A Visit to the Court of Sindh: A Sketch of the History of Katchh. هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو محترم حنيف صديقيءَ ڪيو. جيڪو سنڌي ادبي بورڊ 1964ع ۾ شايع ڪيو.

جيمس برنس سنڌ جي دربار جو ذڪر ڪندي ٻڌايو آهي ته، اتي قلعي ۾ ڪيترين سوڙهين گهٽين هيون، جن مان لنگهي دربار جي اڱڻ ۾ پهچبو هو. اتي سهڻي پوشاڪ وارا سنڌي موجود هئا. اڱڻ ۾ ٻنهي پاسن کان پٿين تي نقاشي ٿيل هئي ۽ زمين تي خوبصورت ايراني غاليچا وڇايل هئا... اهو منظر ڪيس ننڍي هوندي مشرقي آکاڻين ۾ پڙهيل ماحول جهڙو لڳو هو. ميرن جي پوشاڪ جي به تمام گهڻي ساراهه ڪئي اٿس. سنڌ جي خوشحاليءَ جو پڻ ذڪر ڪيو اٿس: "قدرت ان کي سنڌو نديءَ جهڙي پائدار ۽ مستقل نعمت عطا ڪئي آهي، جيڪا واپار ۽ زراعت جو اهڙو ذريعو آهي، جنهن کي ڪو ظالم بند نه ٿو ڪري سگهي. حاڪمن جي مخالفت هوندي به زمين جي ذرخيزيءَ ڪري سنڌ ۾ مزدوريءَ ۽ کاڌي پيتي جون شيون ڪڇ کان سستيون آهن. ڪڇ جا ماڻهو هميشه جنگين جي وقت ۾ پيٽ قوت ۽ گذران لاءِ سنڌ ڏانهن ايندا آهن، تنهنڪري هن ملڪ ۾ ماڻهو سکيا ستابا نظر ايندا آهن."

جيمس برنس جو هي ڪتاب سنڌ جي سياسي حالتن تي به روشني وجهي ٿو. ان ڏس ۾ رابرٽ هچنبئڪ پنهنجي ڪتاب: British Relations with Sind 1799-1843-An Anatomy of Imperialism جي صفحي 18 تي لکيو آهي ته، "انهيءَ ڪتاب جي مثبت رپورٽنگ جي ڪري انگريزن کي پنهنجي مستقبل واري پاليسي ٺاهڻ ۾ وڏي مدد ملي ۽ پهريون ڀيرو سنڌونديءَ بابت امڪانن کي ڏسڻ جو موقعو مليو ۽ ان کي اندرون ايشيا ۽ هندستاني اهميت جي وچ ۾ تعلق جو بهترين ذريعو بنائي فائدو وٺڻ جو خيال پختو ٿيو."

انٽرنيٽ جي ڪن ذريعن موجب ڊاڪٽر جيمس برنس، سر اليگزينڊر برنس جو ڀاءُ هو. پر ان جي تصديق نه ٿي سگهي آهي. ڪراچيءَ ۾ برنس روڊ سندس نالي تي آهي.

**ڊاڪٽر رچرڊ هارٽلي ڪينيڊي** (Dr. Richard Hartley Kennedy): هي صاحب بمبئي آرمي ڊويزن جو سنڌ لاءِ ميڊيڪل اسٽاف رهيو. 1831ع کان 1836ع دوران سنڌ ۽ افغانستان ۾ فوجي مهمن جو حصو رهيو ۽ پوءِ ٻن جلدن ۾ پنهنجو سفرنامو لکيائين: Narrative of Campaign of Arms of the Indus in Sind and Kabool، جيڪي لنڊن مان ڇپيا. هن هڪ فوجي ڊاڪٽر جي حيثيت ۾ ڪراچيءَ ۾ وقت گذاريو. ان ڪري ڪراچيءَ جي ڪنارن، نظارن ۽ سياحتي مرڪزن سان گڏ ان جي اهميت بابت لکيو. هن پڻ سنڌ جي حڪمرانن جي گِلا ڪئي آهي ۽ کين نااهل ۽ منافق سڏيو آهي، جن جي انگريزن سان قول ۽ فعل ۾ فرق هو. سنڌ جي بزرگن مان پير پٺي جي مزار تي روحانيت جو حوالو به ڏنو آهي. هو ٺٽي جا مقبرا، مزارون، مسجدون، تاريخي جايون گهميو ۽ اتي ٿيل ڪاشيگيريءَ جي ساراهه به ڪيائين. هن جي ڪتاب ۾ گهڻي قدر سنڌ جي تاريخ، تهذيب، قديم آثارن ۽ درويشن جي مزارن تي بحث آهي. هن شڪارپور، لاڙڪاڻي، سکر، جهرڪ، سيوهڻ، راڌڻ ۽ ٻين شهرن جو به ذڪر ڪيو آهي. هن لاڙڪاڻي سان منسوب اڙل واهه جي ڊيگهه، ويڪر ۽ لنگهه بابت پڻ احوال ڏنو آهي ته، "اڙل جيڪو 5 ميل ڏکڻ طرف آهي ۽ سيوهڻ واري علائقي جي ڏکڻ اولهه وارو طرف ڏئي اڳتي وڃي ٿو."

هن ڪتاب جي هڪ باب ۾ تذڪري نگار تهذيبن جي اوج ۽ زوال تي سائنسي انداز ۾ بحث ڪيو آهي، جنهن ۾ سنڌو درياهه تي آباد تهذيبن ۽ ٺٽي جي قديم ترين تاريخ تي ۽ سنڌ ۾ سڪندراعظم جي سفر کان وٺندي انگريز فوجن ۽ مهمن جو سنڌو درياهه جي حوالي سان گهڻو ذڪر ڪيو آهي. ڊاڪٽر ڪينيڊيءَ 24 جولاءِ 1865ع ۾ لنڊن ۾ وفات ڪئي.

**ڊبليو ايڇ. مورلينڊ** (W.H Mooreland): ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌ ڪي واپاري دنيا ۾ اهم مقام حاصل هو. جنهن ۾ اناج، ڪپهه، ڪپڙي، نيل، قلمي شوري ۽ چمڙي جي سامان ناهڻ جي ڪري مشهور هئي ۽ ان ۾ ڪيئي صنعتون موجود هيون. مورلينڊ پنهنجن ٽن ڪتابن ۾ سنڌ جي تجارت ۽ معيشت جو ذڪر به ڪيو آهي. سندس ڪتابن جا نالا آهن:

(1) India at the Death of Akber (1920)

(2) From Akber to Aurangzeb (1923)

(3) Agrarian System in India (1929)

هو لکي ٿو ته: ”سنڌ ۾ صنعت جا خاص مرڪز ٺٽو ۽ نصرپور هئا. قلمي شورو روانگي واپار واري مال ۾ اهم حيثيت رکندڙ هو.“ هن واپاري ماڻهن مان شڪارپورين جي واپاري ساک جو ذڪر ڪيو آهي، جن لاءِ لکي ٿو ته: ”شڪارپور جي واپارين جو مکيه ڌنڌو هُنڊين تي پئسا ڏيڻ ۽ ڏيتي ليتي ڪرڻ آهي ۽ اهو ڌنڌو پيڙهين کان هلندو اچي. ان وقت جا واپاري ڏيتي ليتيءَ ۽ واپاري ساک ۽ ديانتداريءَ ۾ نهايت بلند درجي تي پهتل هئا.“ معاشي حوالي سان ڏنو وڃي ته ان وقت هڪ ڪارخاني جي مزدور جو پگهار ماهوار ٻه روپيا ڏسيو اٿس. هو لکي ٿو ته: ”اڪبر ۽ جهانگير جي ڏينهن ۾ هڪ ٻي هنر پورهيت کي چاليهن ڏينهن جي مهيني لاءِ ٽن کان چار روپيا ملندا هئا ۽ هنرمند پورهيت کي روزانو پنجن کان ڇهه ٽڪا ملندا هئا. اهڙيءَ طرح هو پاڻ کي ايڏو بلند ۽ طاقتور سمجهندو هو جو نوڪريءَ جي آڇ ٺيندي هئس ته ٺڏي ڇڏيندو هو. چاڪاڻ ته هن وٽ سيڪي ججهو هو، جنهن مان به ڪجهه بچت ٿيندي هئس.“

**ڊبليو ايڇ. واٿن** (W. H. Wathen): هن جو پورو نالو وليم هينري واٿن هو. سندس جنم 1802ع ۾ وينچيسٽر ۾ ٿيو. سول سروس جو امتحان پاس ڪري هندستان ۾ مختلف عهدن تي رهيو. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ طرفان بمبئي سرڪار ۾ چيف سيڪريٽريءَ جي عهدي تي ڪم ڪندڙ عملدار هو. جنهن سنڌونديءَ جي ڀنهي ڪپن تي ڳالهائجندڙ ٻوليءَ جي يورپي عملدارن کي جاڻ ڏيڻ خاطر گرامر جو ڪتاب لکيو. هن سنڌي ٻوليءَ کي سنسڪرت مان نڪتل ۽ ڪن صورتن ۾ ان جي پالي ٻوليءَ سان هڪجهڙائيءَ جو به ذڪر ڪيو ۽ ان جي پکيڙ سنڌ ڪانسوءِ بهاول پور، ديره جات، ملتان، ڪڇ ۽ بلوچستان تائين ٻڌائي. هن سنڌي ٻوليءَ بابت جيڪي ڪتاب لکيا، جن مان پهريون هو A Grammar of Sindhi Language، جنهن جو پهريون ڇاپو 1836ع ۾ بمبئيءَ مان ڇپيو. ان ڪانپوءِ ان جا چار ايڊيشن ٻيا به ڇپيا. سندس ٻيو ڪتاب ساڳئي ڪتاب ۾ واڌارن سان ڇپيو A Grammar of Sindhi Language (Vocabulary English and Sindhi- Sindhi and English)، جنهن جو صرف هڪ ايڊيشن ساڳئي سال ڇپيو. ان کان سواءِ برطانيا جي رائل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ طرفان سندس ٻه اهم مقالا پڻ ڇپيل آهن، جن ۾ هن سنسڪرت ٻوليءَ جي هڪ قديم لکت ٽن ٽامي جي ٿالهين تي لکيل پڙهي شايع ڪرائي، جيڪي ڪرناٽڪ مان مليون هيون ۽ ڪنڙ جي پرواڙ هالا (Parvada Halla) اکرن ۾ لکيل هيون. جڏهن ته ٻي لکت پڻ ساڳئي قسم جي پڙهي (decipher) ڪئي) هئائين. اهي ٻئي مقالا 1837ع ۽ 1839ع ۾ شايع ٿيا.

هو هندستاني ٻولين سان لڳاءُ سبب اهي سکيو ۽ هندستان جي قديم رسم الخط تي پڻ تحقيق ڪيائين ۽ گرامر جا ڪتاب لکيائين. گرامر جي ڪتاب ۾ هن سنڌي ٻوليءَ جو مختصر تاريخي جائزو به ڏنو ته گرامر جا قاعدا به بيا ڪيا. هن ڪتاب ۾ 3000 سنڌي لفظن جون انگريزي سنڌي معنائون الف ب وار ڏنل آهن ۽ ساڳيءَ ريت انگريزي لفظن جون سنڌي معنائون پڻ ساڳئي طريقي ڏنل آهن. سنڌي ٻوليءَ لاءِ رومن لپي استعمال ڪيائين. هن سنڌي ٻوليءَ کي آريائي ٻولي سمجهيو ۽ لکيو.

ڊبليو ايڇ. واٿن جي لکيل گرامر کي بنياد بنائي ڪيپٽن جارج اسٽيڪ پنهنجو گرامر جوڙيو هو. ٻئي طرف ڊاڪٽر ٽرمپ واٿن جي گرامر کي نحوي حوالي سان ڪتل ڄاڻائي ٿو. ٻيءَ صورت ۾ ان کي پهريون باقاعدي گرامر جو ڪتاب مڃيو ويو آهي. ڊبليو ايڇ. واٿن جي زندگيءَ جو باقاعدي احوال نه ٿو ملي. سندس والده جو نالو ايلزبيٿ واٿن هو ۽ هي اولهه هندستان جي ڪن ٻولين جو ماهر هو ۽ 1826ع ڌاري بمبئيءَ جي گورنر جو پرشين سيڪريٽري (فارسيءَ لاءِ سيڪريٽري) به رهيو هو. هينري واٿن، 28 جون 1866ع تي وفات ڪئي.

**رابرٽ ارسڪن**: هي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي 1758ع ۾ سنڌ ۾ ٻي ڪوٺي قائم ڪرڻ وقت قلمي شوري جي صنعت کي وڌائڻ لاءِ شاهي فرمان حاصل ڪري هتي آيو. هن جا بمبئي مرڪزي سرڪار ڏانهن لکيل احوال ۽ رپورٽون سنڌ جي ذڪر سان ڀريل آهن. هن دور ۾ سنڌ جو حاڪم ميان غلام شاهه ڪلهوڙو هو. جنهن جي دربار ۾ پهچڻ سان رابرٽ ارسڪن ڪيس هڪ اشرفي، هڪڙو بخمل جو ٿان ۽ ڪجهه آرسيون ڪمپنيءَ طرفان سوکڙيءَ طور ڏنيون. جنهن جي موٽ ۾ غلام شاهه ڪيس هڪ ڪيمخواب جو چوغو، هڪڙي شال، هڪ پٽڪو، هڪ خنجر، هڪ سون سان مڙهيل تلوار، چانديءَ جي سنجن سان سينگاريل هڪ ايراني گهوڙو ڏنو ۽ اهو پروانو به ڏنو ته انگريزن ڪانسواءِ ٻيءَ ڪنهن به قوم کي سنڌ ۾ قلمي شوري جي خريد ڪرڻ جي اجازت حاصل نه هوندي ۽ گڏوگڏ ڪين محصول کان به ڇوٽ حاصل هوندي. رابرٽ ارسڪن سنڌ ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو ريزيڊنٽ مقرر هو. ڊاڪٽر سورلي سندس رپورٽن کي سنڌ جي تجارتي ۽ اقتصادي حالتن تي بهترين رپورٽ ڪوٺيو آهي. ارسڪن ان وقت جي سنڌ جي باري ۾ لکيو آهي ته: ”سنڌ چڱي امن ڀرور حڪومت جي هٿ هيٺ آهي، هتي اناج ۽ زندگيءَ جي ٻين ڪيترين ئي شين جي گهٽائي هميشه رهي آهي. هتي ذهين ۽ تجربيڪار مزدور گهٽ آهن. شاهبندر جي هوا غير صحتمند آهي، جنهن ڪري ڪمپنيءَ جي اسٽاف جا ماڻهو بيمار رهن ٿا.“ هن حڪمرانن وٽ گهٽن هاٿين هئڻ جو ذڪر به ڪيو آهي ته ٺٽي ۾ هوليءَ جو ڏڻ شاندار نموني ملهائجڻ جي ڳالهه به ڪري ٿو.

**رابرٽ ليچ** (Robert Leach): هيءُ انگريز تذڪري نگار، 7 ڊسمبر 1813ع ۾ ڄائو. سنڌ ۽ افغانستان ۾ درياهي رستن تي مهمون سر ڪيائين. هي ٻولين ۽ گرامر جو ماهر هو. سنڌ ۾ سندس ڪيل خدمتن جو ذڪر اليگزينڊر برنس ڪيو آهي. رابرٽ ليچ پنهنجي تحريرن ۾ سنڌ بابت گهڻو لکيو آهي. هن جو ٻولين بابت ڪتاب Vocabularies of the Seven Languages Spoken in the Countries of West of India لفظن جي ڀنڊار يا نام مالهائن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ سنڌي لفظ به آهن. ان ڪي ڪيترن سنڌي محققن ۽ لسانيات جي ماهرن استعمال ڪيو آهي. هن جي اها لفظي فهرست مسٽر واٿن، پرنسيپ ۽ ڪيپٽن اسٽيڪ جي گرامرن ۽ لغتن کان به اڳ جي آهي، جنهن مان ڏيهي ۽ پرڏيهي عالم استفادو ڪندا رهيا آهن.

**رچرڊ برٽن** (Sir Richard Burton): سر رچرڊ فرئنسسز برٽن، 19 مارچ 1821ع تي هرفرڊ شائر، انگلنڊ ۾ ڄائو ۽ اتي ئي پڙهيو. ڪجهه وقت فرانس ۾ به تعليم حاصل ڪيائين. هو 1842ع ۾ هندستان آيو. جتي هن هتان جون ٻوليون به سکيون. هي شاعر، مترجم، لسانيات جو ڄاڻو هو. هن کي دنيا ۾ موجود آثار قديمه ۽ عجائبات سان دلچسپي هئي. هن 40 کان مٿي ڪتاب لکيا. هن سنڌ ۾ وڏو عرصو گذاريو ۽ هتان جي ٻوليءَ، ادب ۽ سماج جو گهرو مشاهدو ڪيو. سنڌ بابت هن چار ڪتاب لکيا، انهن مان هڪ ڪتاب جو ترجمو ’سنڌ ۽ سنڌو ماٿر ۾ وسندڙ قومون‘ سنڌي ادبي بورڊ 1971ع ڇپايو. سندس ٻئي ڪتاب جو ترجمو ’سنڌ يا ڏکويل ماٿري‘ عنوان سان روشني پبليڪيشن ڪنڊياري، 2005ع ۾ ڇپايو آهي.

برٽن، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ به بيان ڪئي ته ان جون خوبيون به لکيون. سنڌيءَ بابت هن لکيو ته: ”سنڌي هڪ خاص جدا زبان آهي، جيڪا ڪنهن به ٻي هندستاني ٻوليءَ مان نڪتل نه آهي. هيءَ زبان ڪاٺياواڙ جي حدن کان بهاولپور تائين ۽ بروهين جي ٻهاڙن کان هندستان جي اولهه ريگستان تائين ڳالهائي ويندي آهي.“

هن سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ شيءِ لاءِ گهڻن نالن هئڻ جي به ڳالهه ڪئي، جنهن جو مثال ’اُٺ‘ لاءِ 12 لفظ هئڻ جو مثال ڏنائين. سنڌي ماڻهن بابت عمومي رايو ڏيندي عورتن جي اخلاق ۽ ڪردار جي ساراهه ڪندي لکي ٿو ته: ”سنڌي عورتون هندستان جي هلڪي طبيعت وارين چلولين عورتن جي مقابلي ۾ ڳنڀير نظر ايندي آهن. سونهن جي نقطه نگاهه کان سنڌ جون زالون رنگ، روش ۽ جسم ۾ اولهه هندستان جي زالن کان سرس آهن. سندن اٿڻ ويهڻ جو نمونو سنجيدگيءَ ۽ فضيلت وارو هوندو آهي.“

سنڌ جي پرڏيهي تذڪره نگارن مان رچرڊ برٽن، سنڌ، سنڌي ٻوليءَ، ادب، سماج ۽ تعليم بابت سڀ کان وڌيڪ لکڻ وارن مان هڪ هو ۽ ان سلسلي جا چار ڪتاب لکيائين، جن مان ڪي سنڌيءَ ۾ ترجمو به ٿيا. سر رچرڊ فرئنسسز برٽن 20 آڪٽوبر 1890ع ۾ وفات ڪئي.

**سر آئزڪ نڪولسن ايلن** (Sir Isaac Nicholson Allen): هي تذڪري نگار ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ عهديدار هو. افغانستان کان ٿيندو هندستان آيو ۽ سنڌ ۾ 1843ع ۾ خدمتون سرانجام ڏنائين. هو بنيادي طرح پادري هو ۽ گهڻو پڙهيل لکيل هو ۽ تبليغ جو ڪم به ڪندو هو. هن جي عادت هئي ته انهن سمورين روزانه سرگرمين جي ڊائري لکندو هو. اها ڊائري بعد ۾ ڪتاب جي صورت ۾ 1843ع ۾ لنڊن مان ڇپي، جنهن جو نالو هو: Diary of A March Through Sinde and Afghanistan.

هو بمبئيءَ کان ڪراچيءَ آيو هو ان ڪري هن ڪراچيءَ ۾ پهچڻ ۽ رهڻ بابت دلچسپ انداز ۾ لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ بابت ٽي باب آهن. پهريون باب لاڙ سنڌ (Lower Sind) بابت آهي، جنهن جو مرڪز ڪراچي ۽ ٺٽو ڄاڻايا اٿس، جتي فوجي تربيتي ڪيمپون ۽ فوجي آفيسرن جي سرگرمين جا مرڪز هئا. هن مڪليءَ جي مزارن ۽ حڪمرانن جي صورتحال ۽ ٺٽي ۾ تجارتي ڪوٺيءَ بابت به ڄاڻ ورتو آهي. ٻئي باب ۾ سنڌو درياهه ذريعي ڪيل سير جو ذڪر آهي ۽ انگريزن جي واپار جو به احوال آهي، جڏهن ته ٽئين باب ۾ اتر سنڌ جي سکر، شڪارپور، لکي ۽ بکر بابت لکيو اٿس. مجموعي طرح هن سنڌ جي خوبصورت منظرن، جانورن، ٻوٽن، ٻهاڙن، شڪارگاهن، جي ساراهه سان گڏ ماڻهن جي سادي رهڻي ڪهڻيءَ ۽ انهن جي سواريءَ کي پسند ڪري ٿو. هيءَ سفر ڊائري ان دور جي سنڌ جي سماجي ۽ سياسي حالتن تي روشني وجهي ٿي.

**سر هينري ايلس** (Sir Henry Ellis): هي 1788ع ۾ بڪنگ هيمشائر ۾ ڄائو. اتي ئي تعليم حاصل ڪيائين. هن 1805ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ ملازمت اختيار ڪئي. هن کي 1809ع ۾ هڪ مشن تي سنڌ اماڻيو ويو ۽ هو تقريباً هڪ سال سنڌ ۾ رهيو ۽ ميرن جي حڪومت جو چالاڪيءَ سان جائزو ورتو ۽ واپس وڃڻ کانپوءِ سنڌ جي سفر تي ٻڌل ڪتاب لکيو. هن ٻين به ڪيترن ملڪن ۾ ذميواريون نڀايون ۽ انهن بابت پڻ لکيو. سنڌ بابت سندس رپورٽ 1810ع ۾ شايع ٿي، جنهن جو عنوان هو: ‘Memories on the State and Resources of Sindh and Correspondence with Ghulam Ali Talpur (May-June 1809)’.

هي سنڌ ۾ مذهبي رواداريءَ جي ساراهه ڪندي چوي ٿو ته: ”هتي سنڌ ۾ هندو مسلم رواداري غير معمولي نوعيت جي آهي، مسلمان ۽ برهمڻ برابريءَ جي بنياد تي پنهنجي اميرن جو اعتماد رکن ٿا ۽ سيني کي مذهبي آزادي آهي. ميرن جو تعلق شيعه فرقي سان آهي، پر عوام جي اڪثريت سني مسلڪ سان واسطو رکي ٿي.“

هينري ايلس ٽالپرن جي سخت خلاف لکيو آهي، جيڪا راءِ عموماً سمورن انگريزن ڏني آهي. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي ڀيٽ ڪندي لکيو اٿس ته ”ڪلهوڙا خاندان جي حڪومت جي دوران سنڌ جي آمدني 80 لک روپين تائين پهچي وئي هئي، پر هاڻي موجوده حڪمرانن جي

سستي ۽ غفلت جي ڪري گهٽجي 42 لک اٺهتر هزار يوميه رهجي وئي آهي. اها رقم ٽالپر خاندان جي ماڻهن ۾ تقسيم ڪئي ويندي آهي. ان رقم مان 12 لک روپيا ڪيڏي ڪابل جي بادشاهه کي سالياني خراج طور ڏيندا آهن."

ايلس ٽٽي جي ڏينهون ڏينهن ابتر ٿيندڙ حالت بابت لکيو آهي جيڪو اڳ ۾ هتان جو تجارتي شهر هو. هن ڪتاب مان ٽالپرن جي دور جي سياسي سماجي ماحول تي روشني پوي ٿي. هن 28 سيپٽمبر 1855ع ۾ وفات ڪئي. (هي سنڌي ٻوليءَ جي نئين آئيوتا جي سلسلي ۾ ڪردار ادا ڪندڙ سر بي ايس ايلس کان جدا ماڻهو آهي.)

**سر هينري ايليٽ (Sir Henry Elliot)**: هي هڪ اديب ۽ تاريخدان هو. ونچسٽر ۾ ڄائو ۽ اعليٰ تعليم آڪسفورڊ مان ورتائين. بعد ۾ انڊين سول سروس ۾ شامل ٿيو. سندس اهم ڪارنامو گڏيل هندستان جي تاريخ اٺن جلدن ۾ شايع ٿي: History of India as Told by Its Own Historians. هي ڪتاب سموري هندستان سان گڏ سنڌ ۾ به ساڳي اهميت رکي ٿو. ڪتاب جو پهريون جلد تعارف وارو سنڌ جي حوالي سان آهي، جنهن جو عنوان آهي "اوائلي عرب ۽ سنڌ جا تاريخدان". جيتوڻيڪ ايليٽ مقامي هندستاني مؤرخن جي تصنيفن کي بيڪار ۽ نقصن سان ڀريل ٿو ڄاڻائي، پر تڏهن به هن سنڌ جي حوالي سان 'مڪمل التواريخ'، 'چچنامي'، 'تاريخ معصومي'، 'تاريخ ناصري'، 'ترخان نامہ'، 'تحفة الڪرام' ۽ ٻين ڪتابن مان گهڻو فائدو ورتو آهي. هن ڪتاب ۾ عربن کانپوءِ سنڌ ۾ سومرن، غورين ۽ غزنوين جي حڪومتن جو به احوال ڏنو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي سياسي تاريخ، وسيلن، زراعت، بندرن، روڊن رستن، ڪنڊرن، شهرن، ڳوٺن بابت معلومات ملي ٿي. ديبل، ڪراچي، ٺٽي ۽ لاهري بندر جو ذڪر اهميت سان آهي. برهمڻ آباد ۽ منصوره جي اهميت به بيان ٿيل آهي. سنڌ جي تاريخ جو هي هڪ اهم دستاويز آهي.

سر هينري ايليٽ، 45 سالن جي عمر ۾ 1853ع ۾ وفات ڪئي.

**سر هينري پاٽنجر (Sir Henry Pottinger)**: ليفٽيننٽ جنرل سر هينري پاٽنجر هڪ اينگلو آئرش فوجي ۽ نو آبادياتي عهديدار هو. جيڪو 03 آڪٽوبر 1789ع ۾ آئرلينڊ ۾ ڄائو. هو مختلف دورن ۾ مختلف عهدن تي رهيو. هو پهريون پيرو هڪ فوجيءَ جي حيثيت ۾ 1804ع ۾ هندستان ويو جتي هن سنڌوءَ ۽ ايران جي وچ وارن علائقن بابت ڪوجنا ڪئي ۽ هڪڙي مسلمان تاجر جي ٻهروپ ۾ مقامي ٻولين سکي معلومات گڏ ڪئي. 1806ع ۾ هن ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ ملازمت شروع ڪئي. هن 1810ع ۾ نوشڪي (بلوچستان) ۾ مهم جوئي ڪئي. 1820ع ۾ هو سنڌ جو ريزيڊنٽ ائڊمنسٽريٽر (منتظم) مقرر ٿيو هن سنڌ ۽ بلوچستان جو ويجهو مشاهدو ڪيو ۽ ان بابت هڪ ڪتاب لکيو جنهن ۾ سنڌ جي تاريخ، ثقافت، جاگرافي، زبان ۽ ادب بابت ڪافي ڳالهيون لکيون آهن. هن ڪتاب جو ترجمو جناب حنيف صديقيءَ 'سنڌ ۽ بلوچستان جو سير سفر' نالي ڪيو جيڪو سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي.

سنڌ جي جاگرافيائي بيهڪ بابت لکي ٿو ته، "سنڌ جي اتر طرف ڪيچ گنداوا جو صوبو شڪارپور ضلعو ۽ بهاول خان جا علائقا آهن، جنهن کي عام طور دائودپوٽو چيو ويندو آهي. ڏکڻ طرف هندي سمنڊ ۽ ڪڇ ڀُڄ جو ڪجهه حصو آهي، اوڀر طرف هڪ وسيع ريگستان آهي، جيڪو ان کي اجمير، مارواڙ، اڏيپور، جوڌپور ۽ بيڪانير کان ڌار ڪري ٿو ۽ الهندي طرف لس ۽ جهالاوان جا صوبا واقع آهن. هن سنڌو درياهه کي شاندار درياهه لکيو آهي، جيڪو پنهنجي ڪنارن وارن علائقن کي سائو ۽ آباد ڪري ٿو هن ڪراچيءَ جي اهم بندرگاهه طور اپرڻ واري ڳالهه پڻ لکي آهي، جنهن جي انگريزن لاءِ وڏي اهميت هئي. ان لاءِ لکي ٿو ته، "هن بندر جي جاگرافيائي بيهڪ مان حاصل ٿيندڙ فائدا اهي آهن، جيڪي ان کي هندستان ۽ ڪابل جي بادشاهه جي سيني علائقن سان گڏوگڏ، ايران، خراسان، بلخ بخارا وغيره جي وچ ۾ هئڻ ڪري حاصل ٿي رهيا آهن." ٻئي طرف ٺٽي لاءِ لکيو اٿس ته، "ٺٽو جڏهن گاديءَ جو هنڌ بڻيو ته اهو شهر جلد ئي ايشيا جي انتهائي دولتمند ۽ خوشحال شهرن ۾ شمار ٿيڻ لڳو ۽ انهيءَ سڄي وڻج واپار جو مرڪز ٿي پيو. جيڪو هندستان واري اپبيٽ ۽ ايشيا کنڊ جي انهيءَ حصي جي درميان هلندو هو. جيڪو ان جي اتر ۽ اولهه پاسي هلندڙ هو. سنڌ جي ماڻهن بابت لکي ٿو ته، "سنڌ جا ماڻهو رنگ جا پڪا آهن. پر مجموعي طور انهن کي بيحد خوبصورت چئي سگهجي ٿو سندن زالن جي سونهن ڀهاڪي مثل آهي. زالن جو لباس مرداڻي ويس ٽوپي ۽ پٽڪي کانسواءِ ذري گهٽ ساڳيو آهي." حيدرآباد جي قلعي بابت مثبت راءِ ڪانه ڏني آهي، سندس چوڻ موجب "اهو قلعو يورپي دشمن جي باقاعدي حملن خلاف ڪو خاص بچاءُ ڪري نه سگهندو."

هينري پاٽنجر محنت ۽ چالاڪيءَ سان تمام گهڻي ترقي ڪئي. 1843ع ۾ هانگ ڪانگ جو گورنر به ٿيو. سندس دور ۾ اهو چين جو آفيم جو سڀ کان وڏو واپاري بندر بڻيو. 1848ع کان 1854ع تائين هندستان ۾ مدراس جو گورنر به رهيو. هن 18 مارچ 1856ع ۾ برٽش مالٽا ۾ وفات ڪئي.

**سليمان تاجر**: هي نائين صدي عيسويءَ جو هڪ عرب واپاري هو. جنهن پنهنجي واپاري سفرن دوران عراق جي بندرگاهه بصري کان چين ويندي هند ۽ سنڌ جي سامونڊي ڪناري جو مشاهدو ڪيو. ان کانپوءِ پنهنجو سفرنامو 'سلسلہ التواريخ' نالي 851ع ۾ لکيو. جنهن کي پهريون پيرو 1845ع ۾ فرينچ ۾ ترجمو ڪري ڇپايو ويو. جنهن جو مقدمو رينو (Reinow) لکيو جيڪو هڪ فرينچ عالم هو. هن سفرنامي ۾ سليمان تاجر سنڌ ۽ هند جي تهذيب ۽ تمدن، سياست ۽ سماجي حالتون، راجائن ۽ حڪمرانن بابت احوال وغيره ڏئي ٻنهي جي ڀيٽ ڪري سنڌ کي هند تي فوقيت ڏني آهي ۽ ان کي مٿانهون مقام ڏئي گهڻو ساراهيو آهي. ان سفرنامي جي احوال جي وڏي تاريخي اهميت آهي. جيئن ته هي هڪ تاجر هو ان ڪري هن هتان جي تجارتي شين جو ذڪر ڪيو آهي، ان ڏس ۾

سنڌ جا پرڏيهي تذڪره نگار

لکي ٿو ته، "هتي عنبر ۽ ناريل عام آهي، سوٽي ڪپڙو ٺهي ٿو جنهن جهڙو ٻي جاءِ تي ڪڏهن به نه ملندو. . . سنڌ جي ڪاريگريءَ جو اهو ڪمال آهي جو هو اهڙو پهراڻ تيار ڪن ٿا، جنهن ۾ ٻئي ٻانهون، ڪليون ۽ ڪيسا اٽيل هوندا آهن، جن ۾ سلائيءَ جي ضرورت ڪانه هوندي آهي. . . . هت اهڙو ته سنهو ڪپڙو ٺهندو آهي، جو سڄو ٿان هڪ منڊيءَ مان لنگهي وڃي... سنڌ ۾ ٺهيل کاٽ ۽ چمڙي جون پيتيون ٻاهر وينديون هيون. انهن جي مٿان روغن جو ڪم تمام سنو ٿيل هوندو هو. ان ڪري اهي دنيا ۾ مشهور هيون."

هتان جي سماجي رسمن بابت هو لکي ٿو ته، "سنڌ ۽ هند وارا شادي ڪرڻ وقت ڪيڪارڻ ۽ سلام دعا کانپوءِ هڪٻئي کي سوکڙيون پاکڙيون ڏيندا آهن ۽ پوءِ ساز وڄائي اعلان ڪندا آهن." سليمان تاجر هتان جي سامونڊي رستن جو به تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي.

**سيدي علي رئيس:** ائڊمرل سيدي علي رئيس جي والد جو نالو سيدي حسين رئيس هو. هي 1498ع ۾ ڄائو. سندس پيءُ ۽ ڏاڏو عثمانيه سلطنت جا جهازران هئا. 961هه (1554ع) ۾ هو هندي سمنڊ ۾ عثمانيه سلطنت جو ڪمانڊر بنجي حلب کان بصري روانو ٿيو ۽ گهمندو ڦرندو هندستان جي سورت بندر پهتو. جتان گجرات ۽ پارڪر ذريعي سنڌ ۾ 962هه (1555ع) ۾ پهتو. تڏهن ارغونن ترخانن جو دور هو. اتي ڪجهه وقت گذاري افغانستان کان قسطنطنيه تائين ويو. سيد علي رئيس ديبل پهچي ارغونن ترخانن جي پاڻ ۾ نااتفاقي به ڏٺي ۽ پنهنجي سامهون پيش آيل حالتن جو ذڪر سفرنامي 'مراة الممالڪ' ۾ ڪيو اٿس، جيڪو 1557ع ۾ لکيائين. هن شيخ عبدالوهاب پوراني ۽ شيخ حماد جماليءَ ۽ شيخ مير محمد جي مقبرن جي زيارت بابت به لکيو آهي. هن ڪتاب جي ٻن بابن ۾ سنڌ جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن بابت دادا سنڌيءَ سيد سليمان نديءَ کان روايتون ورتيون آهن. هن پنهنجي سفر وقت ٺٽي کي سنڌ جي گاديءَ وارو شهر لکيو آهي، جتي عيسيٰ خان ترخان جو زور ۽ قبضو هو. جنهن سنڌ جي حاڪم شاهه حسين جي اميرن کي قتل ڪري اهو قبضو ڪيو هو. ان کان سواءِ به ڪيترين ئي تاريخي حقيقتون هن ڪتاب ۾ بيان ڪيل آهن. سفر دوران هن درياهه ۾ مانگرمڇ به ڏٺو ته ڪناري تي ڪيهر شينهن به ڏٺا. واٽ تي سمن ۽ ماڇين سان مقابلا به ڪرڻا پيس. اتان پوءِ ملتان ويو ۽ آخرڪار دهليءَ ۾ وڃي رهيو ۽ جڏهن اڪبر بادشاهه هند جو بادشاهه ٿيو ته هي لاهور موٽيو ۽ اتان ڪابل رستي واپسيءَ جو رستو ورتائين. سيد عليءَ جو سفرنامو پير حسام الدين راشديءَ هڪ مضمون جي صورت ۾ 'مهراڻ' ۾ 1971ع ۾ شايع ڪرايو هو. سندس ٻيا به ڪيترائي ڪتاب لکيل آهي، جيڪي ادبي اهميت رکن ٿا. سيدي علي رئيس سن 1572ع ۾ وفات ڪئي. ڪن ٻين ذريعن اهو سن 1563ع لکيو آهي.

**فري سباسٽن منريق (Fray Sebastien Manrique):** هي هڪ پورچوگيز سياح هو. جيڪو اٽڪل 1640ع ۾ مغل دور ۾ سنڌ آيو. سندس مقصد مذهبي تبليغ هو. هندستان ۽ سنڌ جو گڏيل ذڪر هڪ سفرنامي ۾ 1653ع ۾ پورچوگيز ٻوليءَ ۾ ڪيائين. جيڪو ٻن جلدن ۾ 1827ع ۽ 1828ع ۾ انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿي 'Travels of Sebastien Manrique' جي نالي سان ڇپيو. هيءُ سفرنامو ڪافي دلچسپ آهي. سنڌ واري ڀاڱي ۾ هن ٺٽي جي گهڻي تعريف ڪئي آهي، جيڪو ان دور ۾ وڏو شهر هو. سندس مطابق ان جي زمين زرخيز هئڻ ڪري تمام گهڻا فصل پيدا ٿيندا هئا، جن ۾ ڪڻڪ ۽ چانور اهم هئا. هن سنڌ ۾ ڪپهه جي پيداوار سبب ڌاڳي جي ۽ ڪپڙي جي صنعت جو احوال ڏنو آهي ۽ لکيو آهي ته: "هتي جا عمدا ڪپڙا پوري ايشيا سميت پرتگال برآمد ڪيا ويندا هئا. ٻين شهرن مان هن سيوهڻ، سکر، روهڙي ۽ بکر جو به ذڪر ڪيو آهي." هتان جي هنرن بابت لکي ٿو ته: "سنڌ وارا چمڙي جي کلن مٿان رنگين ۽ سهڻو پرت پريندا آهن. جنهن جا نمونا اعليٰ ۽ شاندار هوندا آهن."

هو سنڌ جي لاءِ لکي ٿو ته: "سيوهڻ کان مٿي ملڪ جي ٿوري حصي کانسواءِ سمورو ملڪ زرعي طرح نهايت آباد ۽ آدمشماريءَ جي لحاظ کان وسيل هو. بکر کان سفر شروع ڪيوسين ۽ جتان جتان لنگهياسين، اتي ڳوٺ آباد هئا."

منريق جي ڪتاب مان مغلن جي دور واري سنڌ جي معاشي ۽ سماجي حالتن تي روشني پوي ٿي. هن سنڌ ۾ سستائي ۽ زرخيزيءَ جي ذڪر سان گڏوگڏ هتان جي ماڻهن جون ڪي خاميون به لکيون آهن. جن ۾ ڪي اخلاقي برايون ڪيس نظر آيون ته ساڳئي وقت حڪمرانن جي ناانصافين ۽ غلط پاليسين جو به جائزو ورتو اٿس. آخري عمر ۾ ڪجهه وقت روم ۾ رهيو. ان کانپوءِ 1669ع ۾ برطانيا هليو ويو. ان وقت سندس عمر 70 سال هئي. ان کانپوءِ جو احوال المناڪ آهي. جو هن کي مذهبي ڇڪتاڻ جي دور ۾ سندس ئي هڪ ملازم 1694ع ۾ قتل ڪري ڇڏيو.

**ڪرنل وليم هينري ديني (Col. William Henry Dennie):** هي برطانوي فوجي هو. جنهن 1783ع ۾ برطانيا ۾ جنم ورتو. 1802ع ۾ هندستان ۾ خدمتون سرانجام ڏنائين. هي سنڌ، بلوچستان، افغانستان ۽ هندستان جي ڪيترن محاذن تي برطانوي فوج جو حصو رهيو. انهيءَ حوالي سان هن هڪ ڪتاب لکيو هو:

Personal Narrative of the Campaigns in Afghanistan, Scinde, Balochistan etc.

هيءُ ڪتاب 1843ع ۾ لنڊن مان شايع ٿيو. هن ڪتاب جو مکيه موضوع ته افغانستان آهي، پر ان ۾ سنڌ جو پڻ جوڳو ذڪر آهي، ڇو ته ان وقت افغاني شڪارپور تي قابض هئا ۽ ٽالپر مير افغانستان جي حاڪمن کي پنهنجي حڪومت بچائڻ لاءِ ڏن ۽ خراج ڏيندا هئا. هن جو لکڻ آهي ته شاهه شجاع، جيڪو انگريزن سان وڙهي رهيو هو. ان وٽ سپاهين کي ڏيڻ لاءِ پئسا بنهه ڪونه هئا. اهو سمورو خرچ سنڌ جا حڪمران خراج جي صورت ۾ پريندا هئا. سنڌ ۾ حالت اها هئي، جو جڏهن شاهه شجاع کي ڪابل مان ڌڪي ڀڄائي ڪڍيو ويو ته هو سڌو حيدرآباد پهتو جتي ميرن سندس آجيان ڪئي ۽ وڏي شان و شوڪت

سان ڪيس رهايو. جڏهن مير علي مراد خان گذاري ويو تڏهن شاهه شجاع جيڪو شڪارپور ۾ ميرن جو مهمان ٿي رهيو پيو هو، تنهن شڪارپور تي قبضو ڪري ورتو ۽ ميرن کان 12 لک ٽالپري سڪا خراج ۾ ورتائين. انگريزن جي سياست جو ڳڙهه جڏهن شڪارپور بڻيو ته وليم ڊيني به اتي رهيو ۽ برطانوي فوج جي اڳواڻي ڪئي. وليم ڊيمي، شڪارپور لاءِ لکي ٿو ته ان وقت تجارت جو مرڪز هو، جتان ايران، عراق، بلوچستان، پنجاب ۽ وچ ايشيائي ملڪن لاءِ مال درآمد ۽ برآمد ڪيو ويندو هو.

وليم ڊيمي 7 اپريل 1842ع ۾ جلال آباد ۾ وڙهندي زخمي ٿي گذاري ويو.

**ڪيپٽن ٽي. پوسٽنس:** هي سنڌ ۽ بلوچستان جي پوليٽيڪل ايجنٽ سر هينري پاٽنجر جو اسسٽنٽ هو. هي 1808ع ۾ لنڊن ۾ ڄائو. بمبئيءَ جي فوج ۾ 1829ع ۾ ڀرتي ٿيو. پوسٽنس 1839ع کان 1846ع (وفات) تائين سنڌ ۾ رهيو. سنڌ جو هيءُ اهو تذڪري نگار آهي، جنهن پنهنجي ڪتاب 'Personal Observations of Sind' (1843ع) ۾ سنڌ جي تاريخي واقعن، رسمن رواجن، زراعت ۽ آباديءَ متعلق چڱو احوال ڏنو آهي.

هن خاص ڪري سنڌ ۾ آبپاشيءَ جي طريقن تي به روشني وڌي آهي ۽ فصلن بابت لکي ٿو ته: "ڏکڻ سنڌ ۾ چانور ايتري انداز ۾ اپايا وڃن ٿا جو ان مان ڪافي بچت ٿئي ٿي. اتر سنڌ ۾ خريف ۽ ربيع جا مکيه فصل جوئر ۽ ڪڻڪ هئا. اهي ٻئي فصل گهڻي انداز ۾ پوکبا هئا ۽ اهي اهڙي ته اعلىٰ درجي جا هوندا هئا، جو مصر جي بهترين قسمن سان مقابلو ڪري ٿي سگهيا."

ٻين فصلن مان ڪپهه جي تجارتي اهميت تي پڻ لکيو اٿس. هن روهڙيءَ ۽ حيدرآباد ۾ موجود عاليشان باغن جو به ذڪر ڪيو آهي. سنڌ جي معاشي نظام بابت لکندي هو ڍل جي سرشتي تي پڻ لکي ٿو ته: "زمين جي ڍل گهڻو ڪري جنس جي صورت ۾ وصول ڪئي ويندي هئي. سرڪار کي ڍلن مان 80 لک روپيا ملندا هئا." صنعتن مان هو سوٽي ۽ ريشمي ڪپڙي جي صنعت کانسواءِ اوني ڪپڙي جي صنعت کي به قديم صنعت ڪوٺي ٿو جن ۾ ٽرپارڪر جا اڃا ڪمبل (کٿا) مکيه اقتصادي وڪر سڏي ٿو. هن ٺٽي واري پاسي قبرن ۽ مقبرن جي چِٽسالي ۽ اڪرجي ڪم کي به ساراهيو آهي.

هن مجموعي طور سنڌ جي باري ۾ پنهنجن ذاتي مشاهدن کي بيان ڪيو آهي. هن 20 جولاءِ 1846ع تي وفات ڪئي.

**ڪيپٽن ليوپولڊ وون آرلچ (Captain Leopold Von Orlich):** جرمن ليکڪ ۽ مؤرخ، جيڪو 1804ع ۾ جرمنيءَ ۾ ڄائو هو افغانستان سان جنگ واري وقت برطانوي فوج سان هندستان آيو هو. جنگ کانپوءِ هن هند ۽ سنڌ جو سفر ڪيو ۽ 1842ع ۾ بمبئيءَ کان ڪراچيءَ پهتو ان کانپوءِ حيدرآباد، سيوهڻ ۽ سکر مان ٿيندو پنجاب ويو. سندس جرمن ٻوليءَ ۾ لکيل سفرنامي جو انگريزيءَ ۾ ترجمو 1845ع ۾ لنڊن مان ڇپيو جنهن جو نالو Travels in India including Sinde هو. هن ڪتاب ۾ هن سنڌي ٻولي، ان جي رسم الخط، ثقافت، واپار، شهر ۽ ڳوٺن ۽ حڪمرانن جي مهمان نوازيءَ بابت لکيو آهي. سنڌي ٻوليءَ جي لکت جي نموني کي 'خدا وادي' سڏيو اٿس. جيڪا واپاري ڪتب آڻيندا هئا. هن سنڌي ٻوليءَ جا ٻه لهجا ڄاڻايا آهن، حيدرآباد ۽ ان جي اوسي پاسي 'لاڙي' ۽ اترئين حصي ۾ سريلي لهجي جي استعمال بابت ڄاڻايو اٿس. ٺٽي بابت هن لکيو ته، "هتي هاڻي وسيع تر تجارت جو نشان نظر نه ٿو اچي، جيڪو اڳي هوندو هو. ريشم، ست جون لونگيون ۽ سون ۽ چانديءَ جا نهيل زيور دنيا جهان ۾ موڪليا ويندا هئا ۽ انهن شين جي ملتان ۾ نهندڙ شين سان ڀيٽ ڪئي ويندي هئي. هتي جا ماڻهو ڍگهو لباس، سنڌي ٽوپيون ۽ پڳون پهريندا آهن. عورتون پڻ ڊگها لباس پهرينديون آهن. هاڻي هر هنڌ غربت ۽ گندگي آهي."

ڪيپٽن آرلچ 1848ع ۾ ميجر ٿي رٽائر ٿيڻ کانپوءِ انگلنڊ ۾ وڃي رهيو، جتي 1860ع ۾ وفات ڪيائين.

**لطف الله سورتي:** هيءُ اصل مالوه جو رهاڪو هو. جيڪو گجرات ۾ رهندڙ انگريز عملدارن کي فارسي پڙهائيندو هو. سن 1838ع ۾ ڪيپٽن ايسٽوڪ کيس انگريز ريزيڊنٽ ڪرنل سر هينري پاٽنجر جو نائب مقرر ڪيو ۽ پاڻ سان سنڌ وٺي آيو. بعد ۾ هُن کيس پنهنجو منشي ۽ فارسيءَ جو استاد مقرر ڪيو.

لطف الله سورتي، سنڌ ۾ رهڻ دوران جيڪي ڪجهه ڏٺو ۽ محسوس ڪيو، ان بابت هن تاثرات پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ لکيا، جيڪي پوءِ ڪيپٽن ايسٽوڪ درست ڪري انگريزيءَ ۾ Autobiography of Lutufullah جي نالي سان شايع ڪرايا. ساڳئي ڪتاب جو هڪ حصو سنڌيءَ ۾ قادربخش نظاماڻيءَ، سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪرايو. هن ڪتاب ۾ ان دور جي سنڌ بابت ڪن بابن ۾ احوال ڏنو ويو آهي. هڪ هنڌ لکي ٿو ته، "هاڻي آءٌ سنڌين سان لهه وچڙ ۾ آيس ۽ ساڻن ڳالهائڻ ٻولهائڻ وسيلي سندن ٻوليءَ جا محاورا سکيس. سُستي ۽ بيڪاري سنڌين جي مکيه عادتن ۾ آهي." حيدرآباد ۾ انگريزن سان ميرن جي دربار ۾ پهچي جڏهن مير نور محمد ٽالپر سان نئين معاهدي جي ڳالهه ڪيائون ته ان وقت سندس لکڻ موجب "مير پنهنجي ٻن ساٿين کي بلوچي ٻوليءَ ۾ چيو "جيڪو فرنگين جي وعدي تي اعتبار ڪري ان تي لعنت هجي." پوءِ نهايت ڳنڀير ٿي انگريز نمائندن کي مخاطب ٿي فارسيءَ ۾ چيائين "مان سمجهان ٿو ته اوهان جا عهدناما ۽ معاهدا، اوهان جي سهولت ۽ مرضيءَ موجب ڦري سگهن ٿا. ڇا پنهنجن دوستن ۽ مخلصن سان اهڙي قسم جو سلوڪ ڪيو ويندو آهي؟" هن ڪتاب جي بابن ۾ لطف الله سورتيءَ سنڌ جي مختلف شهرن: ٺٽي، حيدرآباد، سکر، بکر ۽ شڪارپور جو تاريخي ۽ سماجي جائزو به پيش ڪيو آهي.

**لوئِس پيلي (Louis Pelly):** سنڌ جي باري ۾ رپورٽون تيار ڪندڙ ۽ تذڪري نگار لوئِس پيلي، 14 نومبر 1825ع تي برطانيا ۾، منچنهيمٽن ۾ ڄائو هو. 1840ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ نوڪري شروع ڪيائين ۽ سنڌ ۾ مقرر ڪيو ويو. 1843ع ۾ خيرپور ۾ به مقرر رهيو ۽ مجموعي طرح 1858ع تائين سنڌ ۾ رهيو. هن چارلس نيپيئر، ميجر آئوٽرام ۽ جان جيڪب سان رهيو ۽ ڪيترين تاريخي اهميت واريون رپورٽون تيار ڪيائين، جيڪي ڪتابي صورت ۾ پڻ ڇپيون. هن جان جيڪب جي باري ۾ به هڪ ڪتاب لکيو: Views and Opinions of John Jacob، جنهن ۾ هن جان جيڪب جا ذاتي مشاهدا ۽ رايا گڏ ڪيا هئا. خيرپور رياست بابت سندس رپورٽ The Khyrpoor State in Upper Sind ناهي، 1854ع ۾ جمع ڪرائي. ان رپورٽ ۾ هن سياسي رپورٽ ۾ خيرپور رياست جي حڪمرانن، سندن اولاد، چڱن مڙسن ۽ رياست جي روينيو حدن، زراعت، آبي رستن، روڊن، فن ۽ هنر، صنعت، آبهوا ۽ آدمشماريءَ وغيره جو تفصيلي بيان ڪيو آهي. لوئِس پيلي، 22 اپريل 1892ع تي وفات ڪئي.

**محمود بلخي:** شاعر، اديب، صوفي ۽ سياح، محمود ولد امير ولي، 1595ع ۾ بلخ ۾ ڄائو ۽ اعليٰ تعليم بخارا ۾ ورتائين. شاعريءَ جا سندس ڇهه ڪتاب آهن ۽ تصوف بابت هڪ ڪتاب 'روح الطيبہ' لکيل اٿس. ان ڪانسواءِ ستن جلدن ۾ هڪ فارسي ڪتاب 'بحرالاسرار في الاخبار' پڻ لکيائين، جنهن جي ڇهين جلد جي آخر ۾ سنڌ جي سفر جو احوال ڏنل آهي. هن ڪتاب لکڻ کان اڳ هو 1624ع ۾ بلخ کان نڪري سيلون (سريلنڪا) سوماترا، اوڙيسا ۽ پوءِ آگري پهتو ۽ اتي هڪ سال رهڻ ڪانپوءِ بکر جي فوجدار مرزا حسينيءَ سان گڏ سنڌ ۾ آيو هو، جتي هو ٻه سال رهيو، جنهن ڪانپوءِ 1631ع ۾ واپس بلخ موٽي ويو. محمود بلخيءَ جي انهيءَ ڪتاب جا ٻچيل ڪجهه حصا ڊاڪٽر رياض الاسلام ايڊٽ ڪري انگريزي مقدمي سان 1980ع ۾ ڪتاب جي صورت ۾ ڇپرائي پڌرا ڪيا.

محمود بلخي، بکر شهر لاءِ لکي ٿو ته، "هي شهر سنڌو درياهه جي وچ ۾ هڪ ٻيٽ وانگر آهي، هن کي هڪ زبردست قلعو آهي ۽ ڪيترائي مدرسا ۽ مسجدون به آهن. اهي سڀ پٿر سان ٺهيل ۽ ڪاشيءَ سان سينگاريل آهن. بکر کي ڪيئي تابع علائقا ۽ مضافات آهن، جن ۾ روهڙي ۽ سکر ندي‌ءَ جي ٻنهي پاسن تي آهن، جن مان روهڙي ڪاٻي ۽ سکر ساڄي پاسي آهي. بکر ۾ ڪجي، ڊاک، ڏاڙهون، گدرا، ڄانهيون ۽ انب پيدا ٿيندا آهن. هن شهر ڪيئي عالم ۽ سٺين خوبين وارا ماڻهو پيدا ڪيا آهن، هتي جا ماڻهو شريف، حيادار ۽ قناعتي آهن. مهمانن ۽ مسافرن لاءِ مهمان نواز آهن." ٺٽي شهر لاءِ لکي ٿو ته "هي سنڌ جي شهرن مان هڪ آهي ۽ پهرين ولايت ۾ آهي. اهو ڪيچ ۽ مڪران جي پر ۾ آهي، جيڪو ايران ۽ هندستان کي ملائي ٿو شروع ۾ هن جاءِ کي ديبل ۽ پوءِ ديبل سڏيو ويو پر پوءِ گرم آبهوا جي ڪري ٺٽو سڏيو ويو. هي هندي (سنڌي) سمنڊ جي ڪناري تي واقع مشهور بندرگاهن مان هڪ آهي. جتان فارس، عراق ۽ عراقي بندرن جا واپاري وڏي تعداد ۾ لنگهن ٿا. ان ڪانپوءِ هو ملتان جو ذڪر به سنڌ جي هڪ شهر جي حيثيت ۾ ڪري ٿو."

محمود بلخيءَ جي بيان مان سترهين صديءَ جي سنڌ جي سماجي حالتن، جاگرافيائي پکيڙ، انتظامي حدن ۽ ارغونن خلاف سنڌي ماڻهن جي جدوجهد بابت ڄاڻ ملي ٿي. هن لکيو آهي ته، "جيسلمير ۾ 14 ڏينهن رهڻ ڪانپوءِ ستن ڏينهن ۾ الرور پهتاسين، جيڪو بکر جي هٽ هيٺ آهي. هڪ ڏينهن اتي خوشي ۽ مزي سان گذاري ٻئي ڏينهن سنڌو درياهه ٽپي سکر شهر ۾ اچي رهياسون." اتان وري جڏهن هو بکر پهتو ته اتي ڇهه مهينا رهيو جتي هن کي 'واري جو تپ' تي پيو (ان مان ثابت ٿئي ٿو ته ان وقت سنڌ ۾ مليريا بيماري موجود هئي)، جنهن مان هن کي جلندر جو عارضو ٿي پيو. انهيءَ حوالي سان محمود بلخي سنڌ جي هڪ حاذق حڪيم ۽ طبيب مولانا صلاح الدين سيوهاڻيءَ جو ذڪر ڪري ٿو جنهن سندس علاج ڪيو ۽ ڇهن ڏينهن اندر هن کي ڇڱو ڀلو ڪري ڇڏيائين.

**ميجر جنرل ملڪم رابرٽ هيگ (Major General Malcom Robert Haig):** هن جو جنم لنڊن ۾ ٿيو ۽ تعليم به اتي پرايائين. ان ڪانپوءِ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ آفيسر مقرر ٿيو ۽ 1858ع ۾ سنڌ موڪليو ويو، جتي هو سروي ۽ سيٽلمينٽ کاتي جو ڊائريڪٽر مقرر ٿيو، جتي 1869ع ۾ گورنر جنرل کيس سرڪاري اگهه تي زمين واري ڪم لاءِ مقرر ڪيو، جنهن ۾ غير آباد زمينن کي آباديءَ لائق بنائڻ لاءِ انتظام ڪرڻ جو چيو ويو. هو سڄيءَ سنڌ گهميو ۽ پنهنجا مشاهدا قلمبند ڪيائين. هو سنڌي ۽ فارسي زبانون سکيو. هن سنڌ جي مختلف خطن جي تاريخ، جاگرافيائي حدن، آبپاشي نظام، روينيو جي حساب سان ورڇ ڪري نقشا تيار ڪرايا ۽ تاريخ ۽ جاگرافيءَ جي ڪيترن ماخذن ۽ ذاتي مشاهدن جي بنياد تي هڪ مختصر تاريخ لکي The Indus Delta Country، جنهن ۾ صدين کان سنڌو درياهه جي وهڪرن ۽ ان جي دوآبي جي واڌاري جو خاص احوال ڏنو. هن سنڌ جي عام معلومات تي هڪ ڏهه سالا سروي رپورٽ به جاري ڪئي ۽ ٻيون به ڪيترين رپورٽون تيار ڪيون، جيڪي تمام اهم رڪارڊ پيش ڪن ٿيون. سندس سنڌ متعلق ٻيا ڪتاب آهن:

1. Ibn Batutta in Sind (1887)
2. On the Sites of the Brahmonabad and Mansurah in Sind (1884)

هنن ڪتابن مان انڊس ڊيلٽا ڪنٽري تمام اهم ڪتاب آهي، هنن ڪتابن جي وڏي تاريخي اهميت آهي.

**ميجر هيوگو جيمس (Major Hugo James):** ميجر هيوگو ۽ سندس پاءُ ميجر هيورف جيمس بنگال آرميءَ جا ملازم هئا، جن سنڌ ۾ به خدمتون سرانجام ڏنيون. ميجر هيوگو جيمس جي ڪتاب جو نالو آهي: A Volunteer's Scramble Through Sind, The Punjab, Hindustan and the Himalyan Mountains، جيڪو ٻن جلدن ۾ لنڊن مان 1854ع ۾ ڇپيو. جڏهن ته ميجر هيورف جي لاڙڪاڻي پرڳڻي بابت رپورٽ هئي: "A Report on Chandoka in Upper Sindh".

ميجر هيوگو جيمس جَي ڪتاب جو پهريون جلد سنڌ بابت آهي. هن سنڌ ۽ سنڌين بابت هيءَ راءِ ڏني آهي، ”جيتوڻيڪ هي ملڪ تمام گهڻو زرخيز آهي ۽ هتي سبزيون به تيزيءَ سان ڦٽن ٿيون. هي ملڪ سنڌين جي اثر هيٺ آهي، پر زمين تي انهن کان وڌيڪ ڪاهل ۽ سست نسل ٻيو ڪوئي نه هوندو. ڪجهه ماڻهن جو خيال آهي ته هنن جي سُستيءَ جو سبب هتان جي آبهوا آهي، پر لڳي ائين ٿو ته غريب طبقو به نشي آور ٻنگ ۽ حقي جو عام استعمال ڪري ٿو. جيڪو سندن ڪاهليءَ جو سبب ٿي سگهي ٿو.“ ان لاءِ هو ذميدار انهن ماڻهن کي قرار ڏي ٿو، جيڪي ڪين ائين رکڻ جا ذميوار آهن. ساڳيءَ ريت هو ٺٽي جي تاريخي اهميت ۽ عظمت کي مڃڻ باوجود ان وقت جي حڪمرانن ۽ مقامي ماڻهن کي عياش سڏي ٿو.ان کان سواءِ هن روهڙيءَ، سکر ۽ خيرپور جو پڻ ذڪر ڪيو آهي، جن بابت پڻ هن جا رايا مثبت ڪونه آهن. لڳي ائين ٿو ته هن کي سنڌ ۾ اهڙي پذيرائي نه ملي جهڙي اهي گورا صاحب چاهيندا هئا، ان ڪري هن کي هر شيءِ ۾ نقص نظر آيا. ان ڏس ۾ هن پاڻ به لکيو آهي ته، ”ضروري نه آهي ته جيئَن مان لکي رهيو آهيان اهوئي صحيح هجي.“

**ميجر اي. ڊلهوسٽي:** هي 1805ع ۾ ڄائو هو ۽ 18 سالن جي عمر ۾ فوج ۾ ڀرتي ٿيو. هي هڪ انگريز سرويئر ۽ ڊرافٽس مئن هو. جيڪو 1829ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس طرفان ميرن سان ڳالهين لاءِ آيل وفد ۾ شامل هو. ڊلهوسٽي پنهنجي سفرنامي ۾ سنڌي سماج جو نقشو چٽيو آهي ۽ سنڌ جي جاگرافي، آبهوا، سنڌ جا ميوا وغيره بيان ڪيا آهن. هن 1831ع ۾ پنهنجو ڪتاب شايع ڪرايو. جيڪو هو: ‘A Journey from Mandvi to Hyderabad (Sind) and from Hyderabad to Khairpur Back’. هن لکيو ته ان وقت ٺٽو تيزيءَ سان تباهيءَ ڏانهن وڌي رهيو هو. هتان جي مشهور صنعتن مان لنگيءَ جي صنعت ختم ٿي وئي هئي. حيدرآباد شهر لاءِ لکي ٿو ته: ”هيءُ شهر هڪ ننڍي ٻيٽ تي آباد آهي، جيڪو سنڌو درياهه ۽ ڦليليءَ جي وچ تي آهي، اهو درياهه شهر کان اٽڪل ٽي ڪلوميٽر پري آهي. شهر ۽ قلعو ٻئي مٿانهينءَ تي آهن. قلعي جي اندروني حصي تي اميرن ۽ انهن جي خاندان جو قبضو آهي. هڪ پاسي کان ننڍڙي عمارت آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته ان ۾ سنڌ جو خزانو محفوظ آهي.“

ڊلهوسٽي دراصل خفيه نموني سنڌ متعلق معلومات ڪٺي ڪئي ۽ انهيءَ کي پنهنجي لکت ۾ ظاهر ڪيو. جنهن ۾ ڪجهه وڏاءُ ۽ ڪجهه تعصب نظر اچي ٿو. ايڊورڊ ڊلهوسٽي 1856ع ۾ وفات ڪئي.

**ناٿن ڪرو** (Nathan Crowe): برٽش سول سروس جو عملدار، جيڪو ممبئيءَ ۾ مقرر ٿيل هو. جنهن سنڌ ۾ انگريز راڄ قائم ڪرڻ جي خاص مقصد سان مڪاري ۽ چالاڪيءَ سان ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي پهرئين وفد جي سربراهه جي حيثيت ۾ 1799ع ۾ سنڌ ۾ قدم رکيو هن جو مقصد جيئَن ته سياست هو، ان ڪري هن ڪراچيءَ ۽ ٻين شهرن ۾ پنهنجا ايجنٽ مقرر ڪيا ۽ 17 مهينن تائين اتي رهي وڏي معلومات ڪَٺي ڪئي ۽ سنڌ جي سياسي، سماجي ۽ معاشي حالتن جي ڄاڻ حاصل ڪري رپورٽ تيار ڪئي، جنهن ۾ هن هتان جي حڪومت، فوج، آبادي، پيداوار، شهر، بري ۽ بحري رستن جي ڄاڻ تفصيل سان لکي. هو بنيادي طرح ٽالپرن جي حڪومت جي خلاف هو. ان ڪري سندس تحرير ٿوري سخت آهي. هو هڪ هنڌ لکي ٿو ته، ”سنڌ هڪ زرخيز علائقو آهي، پر هتان جا ماڻهو جاهل، ڇٽ، مغرور، بي خبر، جهيڙاڪ ۽ پوئتي پيل آهن، جن ۾ نه تهذيب جا گڻ آهن ، نه وري ڪي وحشيپڻي جا اوصاف. هتان جا هاري ناري اڌ بکيا ۽ مظلوم آهن. جن پنهنجي حياتيءَ ۾ غلاميءَ ۽ مفلسيءَ کانسواءِ ڪي به ڪين ڏٺو آهي. ٻئي طرف هو ميرن لاءِ لکي ٿو ته ميرر ح خان حيدرآباد جي ڀرسان زرخيز ترين زمين جي ايراضين مان هڪ وڏو حصو خالي ڪرائي ڇڏيو آهي، ڇاڪاڻ جو منجهس هڪ خاص هرڻ جو قسم ’ڪوتا پاڇ‘ رهي ٿو. جنهن کي شڪار ڪرڻ هن جي بهترين وندر آهي.“ واپار بابت لکي ٿو ته، ”سنڌ ۾ مال درآمد ڪرڻ مان ڪافي فائدو آهي، پر محصولن جي سختي ۽ هيسائڻ جي نيتي واپار کي تڪڙو تباهه ڪري رهي آهي.“ هو حڪمرانن جي پاليسين تي گهڻي نڪته چيني ٿو ڪري جن کي پنهنجي عياشين مان فرصت ڪانه هئي ۽ عام ماڻهو بددل ۽ مايوس ٿيل هئا. هو لکي ٿو ته، ”سنڌ جا شهزادا غير معمولي ويڪرا ۽ ٿلها مڙس هئا. ايتري قدر جو بلوچ سردارن ۽ ڪامورن مان ڪيترا يورپ جي ڪنهن ڪرسيءَ جي ماپ کان نهايت وڏا هئا. ٿولهه کي عظمت جي نشاني ۽ امتياز سمجهيو ويندو هو.“ سنڌ ۾ راڳ ۽ موسيقيءَ سان ماڻهن جي دلچسپيءَ جو بيان به ڪيو اٿس ته سٺن فنڪارن جي ساراهه به ڪئي اٿس.

هن انگريزن جي مفاد ۾ مڪاريءَ سان سياست ۾ ڪردار ادا ڪندي لکيو ته، ”سنڌ هڪ اسلامي رياست آهي، جنهن سان دوستي رکڻ سان اسين آسانيءَ سان قنڌار تي فوج ڪشي ڪري سگهنداسين. افغان بادشاهه سان جيڪڏهن ٽالپرن جي جنگ لڳندي ته اسين هر حال ۾ فائدي ۾ رهنداسين“. ٻئي طرف سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ به ڏس ڏئي ٿو ته ”جيڪڏهن انگريز سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ چاهين ته پهرين ڪراچيءَ کان ڏهه ميلن جي فاصلي تي گسري (گذري) وٽ فوجون لاهڻ گهرجن. هت ڪاري جي ڏکڻ ايرندي پريان وڏا جهاز لنگر انداز ٿين ٿا. ڪناري وٽ فوجون لاهن گهرجن ۽ حفاظت لاءِ مختصر توبخانا رکڻ جي ضرورت پوندي. ڪراچيءَ کان سڌو رستو ٺٽي وڃي ٿو. جتان آسانيءَ سان توبخانو لنگهي سگهندو. درياهه رستي به ٺٽي پهچي سگهبو. سنڌونديءَ جي ٻيڙين تي قبضي ڪرڻ کانپوءِ حيدرآباد جو قلعو ڪناري کان صرف 6 ميلن جي پنڌ تي آهي ... هتي جو ڪيا ۽ نومڙيا ٽالپرن جي خلاف آهن، اسين مٿن هٿڙو گهمائينداسون ته حيدرآباد پهچڻ تائين هو اسان جا معاون ۽ مددگار ٿيندا. جيڪڏهن ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي پوين مان ڪو سنڌ لاءِ حقدار ڪڙو ڪنداسين ته پوءِ ٽالپر سنڌ مان ترڇجي ويندا.“ ناٿن ڪرو جي سازشن جي ڪڙڪ ميرحاڪمن کي پئجي وئي هئي، ان

ڪري سنڌ جي حاڪم مير فتح علي خان، 15 ڏينهن ۾ ڪيس سنڌ مان نڪري وڃڻ جو حڪمنامو جاري ڪيو. پوءِ ناٿن ڪرو، 29 آڪٽوبر 1800ع تي ٺٽي مان نڪري وڃي بمبئي پهتو. بهرحال بقول ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جي، هي هڪ سفارتڪار جي روپ ۾ جاسوسي ڪرڻ آيو هو.

**نڪولس وٿنگٽن** (Nicholas Withington): انگريز سياح، 14 فبروريءَ 1586ع تي انگلنڊ جي لنڪاشائر ۾ ليهه (Leigh) نالي ڳوٺ ۾ ڄائو هو ڪيپٽن ٿامس بيسٽ جي ملازم جي حيثيت ۾ ساڻس گڏ هندستان آيو هو. جنهن ڪانپوءِ 1613ع ۾ هن کي فيڪٽر (Factor) مقرر ڪيو ويو ۽ اتان جي ٻولي ڄاڻڻ جي ڪري ڪيس 'سورت' ۾ رکيو ويو. جتان پوءِ هو هڪ ڪاروان سان گڏ راجپوتانا جي ريگستان ذريعي سنڌ پهتو. ٺٽي کان پنجاهه ميلن جي فاصلي تي باقي قافلو ڪيس ڇڏي مقامي واپارين ۽ سندن نوڪرن سان ڇڏي ڌار ٿي ويو. جتي ڪين ڌاڙيلن اچي ورايو. جن سان هنن تير ڪمانن ذريعي تير هٽي مقابلو ڪري ڪين پڄائي ڪڍيو. پوءِ ڏاڍين تڪليفن سان هو پار ڪري پهتو.

رام چندر پرشاد پنهنجي ڪتاب 'Early Travelers in India' جي صفحي نمبر 42-241 تي اها سموري روئداد لکي آهي. جڏهن ته دادا سنڌيءَ پنهنجي ڪتاب 'سنڌ گهمندڙ سيلاني' جي ص 65 تي لکيو آهي ته هن کي نيرجي خريداريءَ لاءِ سنڌ موڪليو ويو هو. جتي هو ڪجهه جي رڻ مان ٿيندو ٺٽي ڏانهن ويو. نڪولس وٿنگٽن سنڌ جو احوال لکندي چوي ٿو ته، "ننگرپارڪر هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي، پر هتي سياحن کي ضرورت جون سڀئي شيون ملن ٿيون. جنهن ٽڪريءَ تان اسين ٽپياسين، اتي جهنگلي گهوڙا، ڳاڙها هرڻ، لومڙيون ۽ مختلف جهنگلي جانور تمام گهڻا هئا. جنهن ڳوٺ ۾ اسين رهياسين، اهو مغل سرڪار کي ڍل ڏيندو هو. ان کان اڳ 'جوڻ' ڳوٺ ٿائين ڪو به ڍل ڪونه ڀريندو هو. هن دور ۾ مغلن جو سنڌ ۾ ڪنٽرول بنهه گهٽ هو." هو هتان جي پاڻيءَ کي ميرانجهڙو ۽ ٻاڙو چوي ٿو. جنهن ۾ ڪيس ڏڌ يا ماکي ملائي پيئڻو پوندو هو. جنهن جي پيئڻ سان هو بيمار به ٿي پيو هو. مجموعي طرح هو سنڌ جي ماڻهن ۽ ٺٽي جي گورنر جي روين جي شڪايت ڪري ٿو ۽ ڌاڙيلن جي آزار بابت به لکي ٿو. پر ڪن هنڌن تي ٿوري تعريف به ڪئي اٿس.

ٺٽي شهر لاءِ لکي ٿو ته، "سنڌ جي ٺٽي شهر جي مقابلي ۾ ٻيو شهر ڪونهي، ڏکڻ سنڌ جو تختگاهه ٺٽو بيشڪ هندستان جو عظيم ترين واپاري مرڪز هو. سنڌ جو مکيه بندر 'لاهري' ٺٽي کان ٽن ڏينهن جي پنڌ تي واقع هو. ٺٽي جي ويجهو سنڌو درياهه ۾ چار هزار ٻيڙيون هونديون هيون ۽ بندرن ۽ رستن تي راهداريءَ جا محصول ۽ چونگيون قائم هونديون هيون. سنڌ جو چوپايو مال، سموري هندستان جي بهترين چوپائي مال مان ليکيو ويندو هو ۽ گهڻي گوشت ۽ عمدي کير کان مشهور هو."

نڪولس وٿنگٽن، پنهنجن سفرنامن ۾ سنڌ جي ڳوٺاڻن مالوند ماڻهن جي مهمان نوازيءَ ۽ همدرديءَ جي تمام گهڻي تعريف ڪري ٿو. هن سياح جو ذڪر ڊبليو فارسيٽ جي ڪتاب Early Travels of India ۾ ٻين سياحن سان گڏ ڪيل آهي، جيڪو 1921ع ۾ آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس ڇپرايو.

**نڪولس هينڪي سمٿ** (Nicholas Hankey Smith): نڪولس هينڪي سمٿ، 4 نومبر 1771ع ۾ ڄائو هو 1809ع ۾ ڪيس سنڌ ۾ هڪ خاص مشن تحت موڪليو ويو هو ته جيئن ٽالپر حڪمرانن سان نئون معاهدو ڪري سگهي، جيڪو هن 1809ع جي نومبر مهيني ۾ صحي ڪيو.

هن جو ٻيو اهم ڪم نقشا ٺاهڻ به هو. هن پنهنجي ڪتاب 'Geographical Survey of the Route to Sind' (1809ع) ۾ سنڌ جا نقشا ڏنا. هن ان وقت جي سنڌ جي حالتن جو احوال ڏنو آهي ته ڪيئن افغان جنگ ۾ اها استعمال ٿي. هن آخري عمر برطانيا ۾ گذاري ۽ 15 ڊسمبر 1837ع تي وفات ڪيائين.

**نڪولو منوچي** (Niccolo Manucci): اٽليءَ جو سياح، جنهن هندستان بابت اطالوي ٻوليءَ ۾ ڪتاب Storia Do Mogor لکيو. جنهن جو ترجمو 'مغل انڊيا- 1653- 1708' نالي سان ڪيو ويو، جيڪو 1906ع ڪانپوءِ گهڻائي ڀيرا ڇپجي چڪو آهي. سندس جنم 1639ع ڌاري ٿيو هو سير سفر جي شوق ۾ پهرين ايران ۽ پوءِ 1656ع ۾ هندستان پهتو. جتي ڪيس دارا شڪوه جي توپخاني ۾ نوڪري ملي ۽ پوءِ هميشه ساڻس وفادار رهيو. دارا جي مرڻ ڪانپوءِ اورنگزيب ڪيس نوڪريءَ جي آڇ ڪئي، پر هن دارا جي دشمن وٽ نوڪري ڪرڻ گوارا نه ڪئي ۽ حڪمت جو ڌنڌو شروع ڪيائين ۽ ان مان هن گهڻو ڪمايو. سندس ڪتاب ۾ سنڌ بابت مفيد معلومات موجود آهي. هن شاهجهان جي پٽن ۾ تخت ۽ تاج تان ٿيندڙ جنگين مان آخري جنگ سکر ۽ بکر جي مقام تي ڏني. هو دارا شڪوهه جو ساٿي ۽ همدرد هو، ان ڪري سندس لاءِ ڏاڍي ڏک مان لکيو اٿس. هن شاهجهان بادشاهه جي ان خط جو به احوال ڏنو، جيڪو هن دارا شڪوه کي لکيو هو، جنهن ۾ هن اورنگزيب ۽ مراد بخش کي غدار، باغي ۽ بي ايمان لکيو آهي. بهرحال هي دارا شڪوه سان لاهور ۽ ملتان کان ٿيندو بکر پهتو هو. ان شهر لاءِ لکي ٿو ته، "بکر سنڌو درياهه جي وچ ۾ پٿريلي دڙي تي آهي. ان جو قلعو 975 قدم ڊگهو ۽ 553 قدم ويڪرو آهي. وچ ۾ هڪ وڏو برج آهي، جنهن تان درياهه جي ٻنهي ڪنارن تي نظر پوي ٿي. بکر جي اڀرندي ڪناري تي هڪ وڏو شهر سکر آهي، جنهن کي هٿ ڪرڻ لاءِ اورنگزيب واري ڏر زور سان حملو ڪري رهي آهي. درياهه جي الهندي ڪناري تي روهڙي آهي. ان آستان تي هڪ درگاهه آهي، جنهن جي مسلمان ڏاڍي عزت ڪندا آهن."

اهڙيءَ ريت هو ان دور ۾ سکر بکر ۽ روهڙيءَ ۾ ٿيندڙ انهيءَ ويڙهه جو احوال لکي ٿو جنهن جي نتيجي ۾ اتي ڏڪار جهڙي صورتحال پيدا ٿي وئي هئي. ان طريقي هو سنڌ جي ان وقت جي سياسي ۽ معاشي حالت تي روشني وجهي ٿو دارا شڪوه جي شهادت ڪانپوءِ هو ملتان هليو ويو هن 1717ع ۾ وفات ڪئي.

**وليم فرمليئن:** هي پهريون انگريز عملدار هو، جنهن ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي پهرين تجارتي ڪوٺي سنڌ ۾ کولي، جنهن جي مرڪزي آفيس ٺٽي ۾، شاخون نصرپور ۽ سيوهڻ ۾ هيون. هي 1635ع ڌاري انگريزن ۽ پورچوگيزن جي وچ ۾ ٿيل ناهه جي نتيجي ۾ انگريزن طرفان موڪليو ويو هو. ان وقت هو سورت ۾ ڪمپنيءَ جو اسسٽنٽ ڊائريڪٽر هو. هتي تجارت شروع ڪرڻ کانپوءِ جيڪي ڏٺائين سو ڪمپنيءَ کي لکي موڪليندو هو. جنهن ۾ سنڌ جو تذڪرو تاريخ جو حصو آهي. هو جيئن ته سنڌ ۾ نير جي تجارت تي مامور هو، ان ڪري سنڌس احوال ان تجارت تي روشني وجهي ٿو.

هن لکيو آهي ته، ”سنڌ ۾ سڻ ۽ بوبڪ ۾ نير تمام گهڻو ٿئي ٿو. اتان هڪ هزار مڻ ٺٽي پهچندو هو. ان وقت نير جي هڪ سير جي قيمت اٺ آنا هئي، لاهور جي نير جي قيمت في پائونڊ اٺ پئسا ۽ احمدآباد جي نير جي قيمت في پائونڊ نوَ پئسا هوندي هئي. ڪمپني انهن جي مقابلي ۾ سيوهڻ ۾ نير جي قيمت ٻارنهن پئسا في پائونڊ ڏيندي هئي. گورنر ڏانهن موڪليل نير تي محصول چار روپيا في مڻ هو. شهر ۾ اها شرح هڪ مڻ تي هڪ روپيو هئي ۽ ٺٽي ۾ پهچائڻ لاءِ اڌ روپيو في ڪسٽم جو محصول رائج هو.“

هن سنڌ بابت اهو به لکيو آهي ته، ”انهن ڏينهن ۾ سنڌ جو مال ڏاڍو مقبول هو. هالا ۽ سيوهڻ جي وچ ۾ سميجن وٽ تاجرن لاءِ خطرو هو ڇو ته سواءِ حفاظتي دستي جي سفر ڪندڙ قافلا اڪثر ڌاڙيلن کان ڦرجي ويندا هئا.“ هن جو خيال هو ته ڇاڪاڻ جو ماڻهو مغل گورنر جي خلاف هئا، ان ڪري سنڌ جي اندر امن امان جي صورتحال ڏاڍي خراب هئي. فرمليئن جو بيان تجارتي لحاظ کان سنڌ جي صورتحال تي چڱي روشني وجهي ٿو.

**وليم نيپيئر (William Napier):** هي برطانوي فوج ۾ آفيسر هو ۽ سر چارلس نيپيئر جو ننڍو ڀاءُ هو. هن 7 ڊسمبر 1785ع تي سيلبرج ۾ جنم ورتو. هن برطانوي فوج ۾ رهندي گهڻن ئي ملڪن ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون. سن 1843ع ۾ سر چارلس نيپيئر سنڌ فتح ڪئي ته هن سنڌ بابت ڪانئس سموري معلومات ورتي. هن سنڌ متعلق پيش ڪيل رپورٽن وغيره مان به ڄاڻ حاصل ڪئي ۽ پوءِ جڏهن سنڌ جي فتح جي غلط يا صحيح هئڻ بابت بحث هليا ته هن ان کي حق بجانب ثابت ڪرڻ لاءِ سنڌ جي تاريخ تي ڪتاب لکڻ شروع ڪيا، جن مان هڪ ڪتاب History of the Conquest of Sindh، 1845ع ۾ شايع ڪرايائين. ان کانپوءِ به هو پنهنجي ڀاءُ جي ڪيل عمل کي جواز ڏيڻ لاءِ مضمون وغيره لکندو رهيو.

چارلس نيپيئر جي 1853ع ۾ وفات بعد هن وري هڪ ٻيو ڪتاب لکيو: History of General Charles Napiers' Conquest of Sinde، جيڪو 1857ع ۾ شايع ٿيو. هنن ڪتابن ۾ هن مياڻيءَ ۽ دٻي جي جنگين، فوجي منصوبن، ميرن ۽ انگريزن جي آمهون سامهون لڙاين جي حڪمت عمليءَ بابت به لکيو آهي. ان کان سواءِ هي دليلن سان ثابت ڪري ٿو ته چارلس نيپيئر جي دور ۾ سنڌ ۾ ڪيترا سڌارا ٿيا، روڊ رستا ٺهيا ۽ واهه کوٽرايا ويا. آمدنيءَ ۾ پيدائش جا ذريعا وڌائڻ لاءِ بهترين اپاءَ ورتا ويا ۽ ڪيئي ڪاتا کوليا ويا، جن وسيلي سنڌ ۾ ترقي ۽ واڌاري جا ڪم ٿيا.

وليم نيپيئر پنهنجي ڀاءُ جو بچاءُ ڪرڻ ۾ ڪا ڪسر ڪانه ڇڏي، ڇو جو عام تاثر اهو هو ته چارلس نيپيئر، سنڌ فتح ڪري گناهه ڪيو هو ۽ خود برطانيا ۾ اهڙا الزام اخبارن لڳايا هئا. بهرحال وليم نيپيئر جا لکيل ڪتاب انگريز دور جي تاريخ کي هڪ خاص عينڪ سان پيش ڪن ٿا. وليم نيپيئر 12 فبروري 1860ع ۾ گذاري ويو.

**هينري بوائلو (Henry Boileau):** هي 18 جنوري 1807ع ۾ لنڊن ۾ ڄائو ۽ اتان ئي تعليم حاصل ڪيائين. هن کي آرميءَ ۾ ملازمت ملي ۽ هندستان ۾ سروي ڊپارٽمينٽ ۾ خدمتون سرانجام ڏنائين. جنهن دوران هن ٻين علائقن ڪانسواءِ 1835ع ڌاري سنڌ جو به سفر ڪيو ۽ ان جي رپورٽ تيار ڪئي، جنهن جو عنوان هو: Personal Narrative of a Tour Through the Western States of Rajwara in 1835.

هن رپورٽ ۾ هن جيسلمير، بيڪانير، جوڌپور ۽ رڻ پٽ جي سفر جو احوال لکيو ۽ سنڌ جي حوالي سان شمارياتي ۽ ٻوليءَ جي نسبت سان ڄاڻ ڏني. هن ڪتاب ۾ 100 کن سنڌي لفظن جون لڙيون به ڏنيون، جن جي هندي ۽ انگريزيءَ ۾ معنيٰ به ڄاڻائي. سنڌي لفظ رومن ۾ لکيائين. سفر دوران ايندڙ ماڳن، ماڻهن، حڪمرانن، اميرن غريبن جو به اڀياس ڪيائين. هن سنڌ جي زمين جي پيمائش، سنڌي ٻوليءَ بابت ويچار پڻ پيش ڪيا.

**هينري لشنگٽن (Henry Lushington):** سنڌ جو هي تذڪري نگار، 13 اپريل 1812ع ۾ لنڪاشائر ويجهو ڄائو. هي ماسٽرس ڪرڻ کانپوءِ 1836ع ۾ پنهنجي ئي ڪاليج ۾ فيلو مقرر ٿيو. هي تعليمدان، اديب، شاعر، سياسي ۽ ادبي نقاد هو ۽ هن شيڪسپيئر، ٽينسين جي تحريرن تي به تنقيد لکي بحث ڪيو. هن گهڻائي ڪتاب لکيا، جن مان هڪ ڪتاب 'A Great Country's Little Wars, or England, Affghanistan, and Sinde' (1844ع) پڻ آهي، جنهن ۾ انگلنڊ جهڙي وڏي ملڪ جون سنڌ ۽ افغانستان جي ملڪن سان ننڍڙيون بيان ڪيل آهن. هن ڪتاب ۾ ان ڳالهه تي بحث ڪيو ويو آهي ته سنڌ فتح ڪرڻ درست هو يا غلط قدم هو. جيڪا ڳالهه سر چارلس نيپيئر جي سنڌ فتح ڪرڻ کانپوءِ هر زبان تي هئي. هن تاريخي حوالي سان سنڌ ۽ برطانيا جي لاڳاپن کي بيان ڪيو ۽ انهن سبب جي نشاندهي ڪئي، جنهن جي ڪري انهن ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کي سنڌ فتح ڪرڻ جو ڪم سونپيو.

هن ٽالپرن ۽ انگريزن جي وچ ۾ ٿيل معاهدي جي حوالي سان ڳالهه شروع ڪئي، جنهن ۾ لکيل هو ته سنڌ ۽ برطانوي حڪومتن جي وچ ۾ دائمي دوستيءَ جو رشتو هوندو.“ هو ان کي معاهدي جي ڀڃڪڙي تصور ڪري ٿو، جنهن جي ڪري انگريزن زور زبردستي سنڌ کي فتح

ڪيو ته اها دوستي ختم ٿي وڃي. بهرحال پوءِ وري هو اهڙا جواز ڄاڻائي ٿو جن جي ڪري ٽالپرن جي حڪومت جو هر حال ۾ خاتمو ضروري هو جن ۾ هو کين غير سنڌي، قبيلائي سوچ رکندڙ سياسي چالبازيون ڪندڙ ڪمزور حاڪم ۽ ڪابل جي بادشاهه جي سلامي ۽ خراج ڀريندڙ هئا. ان کانسواءِ هو ٽالپرن کي انگريزن سان حسد ڪندڙ ۽ کين سهولتون نه ڏيندڙ سمجهي ٿو ان کان سواءِ راجا رنجيت سنگهه پاران حملي جي ڌمڪي ملڻ تي ميرحاڪمن انگريزن کي مدد لاءِ چيو هو جن هڪ مستقل برطانوي ايلچي مقرر ڪري معاهدو ڪيو هو پر پوءِ مير دربار واري واعدي تان ڦري ويا، ان ڪري سندس خيال هو ته "برطانوي تسلط حتمي هو". انگريزن جا سنڌ فتح ڪرڻ جا اهي بهانا هئا. هن ڪتاب ۾ گهڻو ڪري ميرن جي سياست، دوستي، دشمني، معاهدا ۽ جهڳڙن جو تذڪرو آهي.

هينري لشنگٽن جو 1853ع ۾ ڇپيل هڪ ٻئي انگريزي ڪتاب؛ 'The Double Government, the Civil Service, and the Indian Reform Agitation' ۾ سنڌ بابت مواد شامل آهي. هن 11 آگسٽ 1855ع ۾ وفات ڪئي ۽ کيس باڪسلي، ڪينٽ ۾ دفن ڪيو ويو.

هينري والٽر بيلو (Henry Walter Bellow): هي صاحب اينگلو انڊين هو جيڪو 1834ع ۾ هندستان ۾ ڄائو ۽ ڊاڪٽري تعليم لنڊن مان ورتائين ۽ بنگال آرميءَ ۾ ميڊيڪل آفيسر مقرر ٿيو ۽ افغانستان واري جنگ دوران گهڻائي علائقا گهميو جن ۾ سنڌ به شامل هئي.

هن بنيادي ڪم پشتو زبان ۽ ان خطي تي ڪيو پر سندس سفرنامن ۾ سنڌ جو به گهڻو ذڪر ملي ٿو هو ڊسمبر 1872ع ۾ ملتان کان درياهه رستي سکر ۽ پوءِ شڪارپور ويو ان کانپوءِ جيڪب آباد به گهميو هن سکر کان شڪارپور وڃڻ لاءِ ٽانگي ۾ سفر ڪيو هو ان رستي کي هي تمام سٺو سڌن سان ٺهيل پڪو رستو ڪوٺي ٿو جنهن جي ٻنهي پاسن کان سنڌي زمين ۾ وڻڪاري ٿيل هئي ۽ جوڏاري فصل بيٺل هئا. هن خاص ڪري لکيءَ کان شڪارپور جي وچ ۾ گهڻي سارڪ ڏٺي هئي ۽ واهن جو به نظارو ڪيو هو هن شڪارپور شهر جي به گهڻي ساراهه ڪئي آهي، جنهن ۾ جوڏاري باغ ۽ وڻڪار هئي، جتي ٺر، سرنهن، ٽالي، ڪنجيءَ ۽ ٻيا ڪيترا گهاٽا وڻ موجود هئا. کيس هتان جا ماڻهو خوش پوشاڪ لڳا. هينري والٽر بيلو ٻين به ڪجهه شهرن جو ذڪر ڪيو آهي، هن کي سنڌ جا ماڻهو صاف سٿرا لڳا. درياهه ۾ سفر دوران جن ماڻهن سان مليو انهن لاءِ لکيائين ته "اهي ماڻهو مڇي ماريندا هئا، ڪاٺيون ڪندا هئا ۽ پالتو جانور پاليندا هئا."

هي لسانيات جو ماهر به هو هن 1892ع ۾ وفات ڪئي، پر سنڌي ٻوليءَ بابت ڪا راءِ ڪانه ڏني اٿس.

هيونسانگ (Xuanzang يا Huan- Tsang يا Yuan Chang): هن چيني سياح جو جنم 602 عيسويءَ ۾ چين جي هانوڪي هينان صوبي واري هنڌ ٿيو هو ۽ سندس شهرت هڪ عالم، سياح ۽ مترجم سان گڏوگڏ هڪ ٻوڌي ڀڪشو ۽ پروهت طور آهي. هن کي هندستاني اپکنڊ ۾ ٻوڌي ڌرم جي پوتر ڪتابن جي تلاش ۽ گوتم ٻڌ جي جنم ڀومي ڏسڻ جي شوق هن طرف سفر ڪرڻ جو سبب ڏنو ۽ هن سورهن سال هند سنڌ جي سياحت ۾ گذاريا. انهن ڏينهن ۾ چين تي تانگ گهراڻي جي حڪومت هئي ۽ ڪن ملڪن سان جنگ جي حالت ۾ هئڻ سبب ڪنهن کي به ملڪ کان ٻاهر وڃڻ جي اجازت ڪانه هئي. انڪري هو لڪ ڇپ ۾ شاهراهه ريشم وارو رستو وٺي تاشقند، سمرقند، باميان ۽ قنڌار کان ٿيندو ڪشمير پوءِ لاهور ۽ جالنڌر کان سنڌونديءَ ذريعي سنڌ پار ڪري هندستان ويو سنڌو درياهه جي ٻنهي ڪپن تي ٻڌ ڌرم وارن جا جيڪي مندر ۽ پاٺشالائون موجود هيون، انهن مان گهڻو ڏٺي اڳتي وڌيو. نامور محقق دادا سنڌيءَ ان سفر جو دور 628 کان 631 عيسوي لکيو آهي، جنهن ۾ هن اروڙ، سيوهڻ ۽ ڪجهه ٻين شهرن جو سفر ڪيو ان کان سواءِ سنڌ ۾ جتي جتي به ٻوڌي استوپا هئا، اتي پڻ ويو جن ۾ لمبرڪ موجب موهن جي دڙي وارو استوپا، جهرڪ، ڀميس، سيوهڻ، نل، ميرروڪڻ، سن ۽ ديبل جا استوپا شامل آهن.

هيونسانگ 138 ملڪن جي حڪومتن، ماڻهن، سندن رهڻي ڪهڻي، ريتن رسمن ۽ تهذيبي قدرن ۽ مذهبي حالتن جو ذڪر پنهنجي ضخيم ڪتاب/ سفرنامي ۾ ڪيو جنهن مان ستين صدي عيسويءَ جي سنڌ جي سرسبزي، خوشحاليءَ ۽ مذهبي حالتن جي پروڙ پوي ٿي. هتي جي پوکن مان ڪڻڪ، جوئر ۽ باجهريءَ جي گهڻي مقدار ۾ هئڻ ۽ ڌاتن مان سون، چانديءَ ۽ ٽامي جي جججهي انداز ۾ ملڻ جو به ذڪر ڪيو ويو آهي.

هيونسانگ، سنڌ جي چوپائي مال ۾ ڍڳن، رڍن، اٺن ۽ خچرن جو پڻ احوال آهي. هن اڇي لوڻ، ڪاري ۽ ڳاڙهي لوڻ جي دوائن ۾ استعمال بابت به لکيو آهي. هتان جي رهواسين لاءِ هن لکيو آهي ته سندن سڀاءُ ٻوراڙو آهي، پر سادا ۽ ايماندار آهن. البت پاڻ ۾ ڪونه ٺهن. هتان جي تعليم بابت لکيو اٿس ته "سنڌ جا ماڻهو پڙهن نه ٿا، پر بي مقصد ۽ هتان جا ماڻهو ٻڌمت جا پوئلڳ آهن." هن لکيو ته "گوتم ٻڌ سنڌ ۾ به آيو هو ۽ هو جتي جتي به ويو اتي راجا اشوڪ استوپا ٺهرائي ڇڏيا آهن." هن وڌيڪ اهو به لکيو آهي ته "هن ٻڌو ته هتان جا ماڻهو اڳي سرڪش هئا، پر پوءِ مها پروهت جي پوئلڳي ڪندي پنهنجا معاف ڪرائي مذهبي زندگي گذارڻ لڳا."

هيونسانگ، هند سنڌ مان 657 ٻوڌي مقدس لکتون کڻي چين واپس ويو جتي هن انهن مان ڪجهه جو ترجمو ڪيو جن ۾ ڪي تمام اهم مهاين (Mahayan) لکتون هيون، باقي سنڌو درياهه پار ڪندي هڪ هنڌ تيز هوائن جي ڪري درياهه ۾ ڪِري ضايع ٿي ويون هيون. هن 664ع ۾ وفات ڪئي.

چين جا ڪي ٻيا به سياح ۽ ٻوڌي ڀڪشو سنڌ مان لنگهيا هئا، جن ۾ فاهين (Fa Hien) وغيره آهن، پر انهن جا احوال ايترا اهم ڪونه آهن.

# سنڌ جا هنر

سنڌ، قديم زماني کان ٻيلن ۽ ولهارن جو ملڪ رهيو آهي، ڪنهن زماني ۾ سنڌ ٻن سماجي سرشتن ۾ ورهايل هئي، هڪ ڏراڙي زندگي (Nomadic society) ۽ ٻي هڪ هنڌ ويهي رهڻ واري زندگي (Sedentary Society). ڏراڙي زندگيءَ سان وابسته ماڻهو ڌنار ۽ مالوند هئا، جيڪي مال خاطر هڪ جاءِ کان ٻئي هنڌ لڏپلاڻ ڪندا هئا. اهي ماڻهو مال مان نه صرف کير، مکڻ حاصل ڪندا هئا، پر ضرورت آهر انهن جي کلن ۽ هڏن مان پڻ فائدو حاصل ڪندا هئا، سندن انهيءَ ڪارج ذاتي استعمال کان وڏي واپار جي صورت اختيار ڪئي، جڏهن ته هڪ هنڌ ويهي رهڻ وارن (Sedentary Society) پوکي راهي ڪئي، آهستي آهستي ڳوٺ ٻڌا ۽ پوءِ ننڍا توڙي وڏا شهر آباد ڪيا. ذاتي گهرج موجب کيتي ٻاڙي، اڳتي هلي واپار جي صورت اختيار ڪري ورتي.

مؤرخ 'آرنولڊ ٽائن بي' جو چوڻ آهي ته: "اهو سنڌ جو ڪارنامو آهي، جو ان دنيا کي زراعت کان واقف ڪرايو." يونانين سڪندراعظم جي اڳواڻيءَ ۾ سنڌ تي حملو ڪيو ته اهو ڏسي تعجب ۾ پئجي ويا ته سنڌ ۾ اُن، رڳو ڪانسواءِ زمين مان به ڦُٽي ٿي. هنن ڪپهه (وونئڻن) کي 'اُن' سمجهيو هو. سڪندر اعظم جي دور ۾ سنڌي ماڻهو زراعت جا ماهر هئا، جن سڀ کان اول ماڻهن کي جانورن جي کلن ۽ وڻن جي پنن واري اگهاڙي ۽ بيڊولي پوشاڪ مان نجات ڏيارِي، نرم ۽ نفيس لباس پائڻ ۾ دنيا جي ماڻهن جي اڳواڻي ڪئي.

سنڌ جو هنر تاريخ جي هر دور ۾ دنيا جي هر حصي ۾ پکڙيل رهيو آهي. 3000 ق. م (اڄ کان 5 هزار سال اڳ) ۾ سنڌ جي نفيس ململ جو ڪپڙو مصر جي فرعونن جي پوشاڪ جو پسنديده ڪپڙو هو. اهڙيءَ ريت پنج هزار سال اڳ، سائنس جو آغاز به سنڌ مان ٿيو. ڪاٺ مان ٻيل گاڏي (ڏاند گاڏي) ٺاهي وئي، جنهن تي بعد ۾ مصر ۽ عراق جي تهذيبن عمل ڪيو. سنڌ تهذيب ۽ ثقافت ۾ سدائين شاهوڪار رهي آهي ۽ سنڌ جا ماڻهو هر فن ۾ ماهر رهيا آهن. قديم دور جي سنڌ جي آڳاٽن کي نظر ۾ رکي ڪپڙي جي جديد اُڻتڪاري ڪئي وئي. ان کانسواءِ موهن جي دڙي جي تعمير جو فن ۽ هنر دنيا لاءِ رهنما ثابت ٿيو. اڄ کان پنج هزار سال اڳ، زرخيزيءَ لاءِ زمين ۾ کوهه کوٽي، پڪين سرن سان ٻڌي زراعت ۽ خوراڪ لاءِ استعمال ڪيا ويا. ان لاءِ ڪاٺ جا هرلا، نار، ڍينڪا، نيسرون ۽ ٻاڙيچ ٺاهي آبپاشيءَ جو سرشتو قائم ڪيو ويو جنهن جو مثال ڪنهن به قديم تهذيب ۾ نه ٿو ملي.

مصر جي قديم تهذيب به صرف نيل درياهه تي زراعت ڪري سگهندي هئي، جڏهن ٻوڏ ايندي هئي ته زراعت ٿيندي هئي. ڏڪساليءَ وقت اتي ڏڪر رهندو هو. سنڌ هر دور ۾ ڏڪر کان محفوظ رهي، ڇاڪاڻ ته سنڌ جا ماڻهو رڳو درياهن جي پاڻيءَ تي نه ڀاڙيندا هئا، پر کوهن ۽ نارن وسيلي زير زمين پاڻيءَ جي ذخيرن جو به استعمال ڪندا هئا. سنڌ خوراڪ جي معاملي ۾ هميشه خودڪفيل رهي. مگر سنڌ جا ماڻهو هنرمند هئڻ ڪري سدائين خوشحال ۽ سکيا رهيا.

سنڌ جون ڪرت ڪار ذاتيون: کٽي، ڊکڻ، موچي، ميربحر، واڍا، رازا، ڪنڀر، حجم، لوهر، سونارا، ڪوري، ڪاسائي، جت، نقاش، سنگتراش، ڌاتو جوڙيندڙ ڪاريگر، سنگيتڪار ۽ ڪاتب وغيره. سنڌ جون هنرمند ذاتيون آهن ۽ اڄ به جديد دور ۾ به کين قدر جي نگاهه سان ڏٺو ويجي ٿو ۽ اڄ به سائنس جي دور ۾ سندن وڏي اهميت آهي، ڇو ته مغربي دنيا ۽ مغربي تهذيب ۾ هنرمند ماڻهو پاڻ کي هنرن جا لقب ڏئي سڏرائين ٿا، **مثال طور:** 'مسٽر باربر' (حجم)، 'مسٽر ٽيلر' (درزي)، 'مسٽر سمٿ' (لوهر)، 'مسٽر ڪارپينٽر' (ڊکڻ) وغيره. هند ۽ سنڌ ۾ سماجي اڻبرابرين ۽ ڌارين جي ڪاهن جي ڪري اسان جي هنرن کي نقصان رسيو ۽ انهن جي ترقي ڪافي رڪجي وئي آهي. ڪيترين هنرمند ذاتيون غلاميءَ سبب اصل ذاتيون سڏرائڻ ۾ عيب سمجهن ٿيون. ان جو ڪارڻ مٿين طبقن جي ماڻهن ۽ حملي آورن پاران هٿ جو پورهيو ڪندڙن کي گهٽ سمجهڻ جو رويو آهي.

قديم دور کان وٺي سنڌ ۾ ڪپهه ٿاٽي، ائٽ تي سُٽ ڪَتي، ان مان ڪپڙو اُڻي پوشاڪ تيار ڪندا هئا. هر گهر ۾ ائٽ هوندو هو. هر عورت سُٽ ڪتيندي هئي. 'ڪوري' ڪتيل سٽ مان سوسيون ۽ زنانا ۽ مردانا ڪپڙا تيار ڪندا هئا. 1555ع ۾ ٺٽي ۾ 3 هزار کن ڪپڙي جا ڪارخانا هئا، جتان ڏيساور ڏانهن ڪپڙو موڪليو ويندو هو. قديم سنڌ جون باريڪ ململون 'صطخز' جي محلات جي نازڪ اندامن ۽ نيل ڪناري جي ناچڻين کي پسند هيون. سنڌ جو عطر ۽ باريڪ ڪپڙو 'قيصر آگسٽوس' جي ڏينهن ۾ 'رومة الڪبريٰ' جي شاهي محلن ۾ کپت ايندو هو. اهو ڪپڙو سفيد فام قومن لاءِ ولايتي ڪپڙو هوندو هو. انگريزن ۽ پورچوگيزن سنڌ ۾ اچڻ شرط سنڌ جا هنر سکيا ۽ آڏاڻا پنهنجن ملڪن ۾ کڻي ويا ۽ ائين پنهنجي ملڪ جي هنر کي ترقي وٺرايائون. انگلنڊ اهو واحد ملڪ آهي، جنهن سنڌ جي آڏاڻن جو نقل ڪري ڪپڙي جا ڪارخانا ايجاد ڪيا. سوسين جا هزارين ڪارخانا ٺٽي ۾ هئا. 'منصوره' چمڙي رنگڻ ۾ مشهور هو. 'نيرون ڪوٽ' رنگيل ڪپڙي لاءِ مشهور هو. سوسيءَ کانسواءِ سنڌ جو ڳاڙهو ريشمي ميڻ ۾ رڱيندا هئا. ٺرجون لوئيون، کٿا ۽ پاڪڙا مشهور هئا. سيريءَ جون زنانيون لوئيون، نيرن ڪوٽ جو عاج، عاج جون چوڙيون ۽ لاک جو سامان، هالاڪنڊيءَ جو نفيس جنڊيءَ جو سامان، ٺٽي جون لونگيون ۽ ململ، سيوستان جو ڪاشيءَ جو سامان، دنيا جي ملڪن ۾ پسند ڪيو ويندو هو. سنڌ هنر جي حوالي سان ڏيهان ڏيهه نه صرف مشهور هئي، پر ان ڪري سنڌ جا تعلقات دنيا جي ملڪن سان قائم هئا.

هنر ۽ حرفت لاءِ ضروري شين ۾ ڪپهه، لاک، ڪاٺ، نير، چمڙو، لوهه، چونو، چيرولي، لوڻ وغيره قديم زماني کان سنڌ ۾ موجود هئا. موهن جي دڙي جي تهذيب وقت ۽ ان کانپوءِ به سنڌ ۾ هاٿي، گينڊا ۽ ٻيا

جانور موجود هئا، جن جي معلومات موهن جي دڙي مان نڪتل مهرن تي اڪريل شڪلين مان پوي ٿي. ابن بطوطہ سنڌ اندر هاٿين ۽ گينڊن جو ذڪر ڪيو آهي. سنڌ ۾ هاٿيءَ جي هڏن مان عاج جي صنعت جو عروج هو.

**تعميراتي فن/هنر:**

سنڌ تعميراتي فن ۽ هنر ۾ اڄ کان پنج هزار سال اڳ صف اول ۾ رهي آهي. مٽيءَ مان مقرر ماپ واريون سرون ناهڻ ۽ آويءَ ۾ پچائڻ جو هنر هزارين سال اڳ سنڌي ماڻهن وٽ هو جيڪو موهن جي دڙي مان ظاهر آهي. موهن جي دڙي واريون عمارتون ان دور جي جديد فن جون عڪاس هيون. ڪاٺ جي ڪم جي چٽسالي شڪارپور، سکر، روهڙي ۽ حيدرآباد جي قديم جاين مان معلوم ڪري سگهجي ٿي. عاج ۽ پيوند جو ڪم، اڄ جي سائنسي دور ۾ سنڌي طرز وارو رنبيءَ ۽ پيوند جو ڪم سموريءَ دنيا ۾ بيحد ساراهيو وڃي ٿو. قديم عمارتن ڪانسواءِ مغليہ دور جون عمارتون، ٺٽي ۽ سکر ۾ پٿرتي چٽسالي ۽ عمارتون ڪاشيءَ جي سرن تي نقاشي سوين سال گذرڻ باوجود انهن جو رنگ ضايع نہ ٿيڻ حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهہ آهي.

حيدرآباد جي قلعي ۾ ميرن جي محلاتن جا اهي رنگ اڄ بہ سالم آهن. سنڌ ۾ ڇت بدران قبو اڄ کان 1500 سال اڳ جي ايجاد آهي. جڏهن اجا سيمينٽ جي ايجاد نہ ٿي هئي، تڏهن سنڌ ۾ جبلن مان ملندڙ چن ۽ چيروليءَ کي باهہ تي گرم ڪري هڪ مادو جوڙيو هو جنهن کي انگريزيءَ ۾ 'هيدرالڪ لائيم' چئبو آهي. اهو ايترو مضبوط آهي، جو هزارين سالن کان عمارتون بيٺل آهن.

**گهريلو هنر/ فن:**

قديم زماني ۾ سنڌ جي گهرن ۾ سنڌي عورتون سامان تيار ڪنديون هيون، جهڙوڪ: اٽ تي سٽ ڪتڻ، بستري لاءِ رلي ناهڻ، مانيءَ رکڻ لاءِ پنڊيون، هوا هڻڻ لاءِ پکو، شلوارن جا اڳٺ، زناني پوشاڪن تي ڀرت، ڪپڙا سبڻ، اناج محفوظ رکڻ لاءِ گنديون، ڪڪڙيون پالڻ لاءِ کُڏيون وغيره ناهڻ، موسم مطابق آچار، ڪناڻ، چٽنيون ۽ طعام پچائڻ، ڪپڙن تي ڀرت ڀرڻ، نازڪ ۽ پائدار ڪپڙن جي ٽڪرن ۽ پراڻن ڪپڙن مان تڪ جون رليون ناهڻ، ڪٽڪ جي تيلين مان مانيءَ جون پنڊيون ناهڻ، ڪجيءَ جي هوٽن مان پکا ناهڻ سنڌي عورتن جا گهريلو هنر آهن. ان ڪانسواءِ ثقافتي پوشاڪون، گج، ٽوپيون، سگهيون وغيره بہ گهرن ۾ عورتون ناهين ٿيون. سنڌي پوشاڪ ۾ گج کي وڏي اهميت آهي، جيڪو سومرن ۽ ڪڇي ذاتين جي قومي پوشاڪ آهي. گج ناهڻ/ ڀرت ڀرڻ هڪ خاص هنر آهي، جيڪو گهريلو عورتن جو ڪمال آهي، گج جو ڀرت سومرن جي دور ۾ عروج تي هو جيڪو ميرن جي صاحبيءَ تائين هليو گج هندو عورتون بہ پائينديون آهن.

**سنڌ ۾ ڪورڪو هنر:** ڪورو ڪپڙو اٽندڙ کي 'ڪوري' چئبو آهي. اڻ ڌوتل، يعني تازي يا نئين تيار ٿيل ڪپڙي کي ڪورو ڪپڙو سڏبو آهي. ڪپڙو اڻڻ حقيقت ۾ اهڙو هنر آهي، جيڪو سنڌ ۾ قديم زماني کان موجود آهي. موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان پتو پيو آهي تہ ان زماني ۾ سٽ ڪتڻ جو ڪم گهر گهر ٿيندو هو موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان ڪيترا ڪپڙي/ ڌاڳي ڪتڻ جا اٽڻ هٿ آيا آهن. اهي سمورا اٽڻ، ٺڪر سپ ۽ ٻين ڌاتن مان ٺهيل آهن. ڪورڪو هنر لاڳيتو هلندو آيو آهي. 'شاهہ جي رسالي' ۾ 'سر ڪاپائتي' ۾ ان جو ذڪر آهي. موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان ڪپهہ جي ٺهيل ڪپڙي جو هڪ ٽڪر مليو آهي، جنهن ۾ ٽامي ۽ چانديءَ جا زيور ويڙهيل هئا. ماهرن جو رايو آهي تہ اها ڪپڙي ۽ ڪپهہ جي قديم ترين دريافت آهي. اڄ کان پنج هزار سال اڳ نہ صرف سنڌ ۾ ڪپهہ جي پوک ٿيندي هئي، پر هتي ڪپڙو بہ ٺهندو هو سنسڪرت ۽ بابلي زبانن ۾ ڪپهہ ۽ سوٽي ڪپڙي لاءِ لفظ 'سنڌن' يا 'سنڊن' ملي ٿو ۽ عيسوي سن کان پنج صديون اڳ يوناني مؤرخ 'هيروڊوٽس' بہ 'سنڊن' نالي ڪپڙي جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو مصر بابل ۽ يونوچ سمنڊ جي ڪناري وارن علائقن ۾ ڪتب ايندو هو. سنڌ جي سنهي ڪپڙي 'سنڊن' جو ذڪر توريت ۾ بہ آهي. عهدنامي جديد ۾ آهي تہ يسوع مسيح (حضرت عيسيٰ عليہ السلام) کي صليب تي چاڙهڻ کانپوءِ 'سنڊن' ۾ ويڙهي پيٽيءَ ۾ وڌو ويو هو نئين عهدنامي جي يوناني متن ۾ لفظ 'سنڊن' ٽن هنڌن تي ڪم آندل آهي. ان مان ظاهر آهي تہ سنڌ جي سنهي ململ دنيا جي مختلف ملڪن ڏانهن ويندي هئي. هنڊن جي ڌرمي ڪتابن ۾ بہ سنڌ جي عمدي ڪپڙي جي ساراهہ ملي ٿي. دنيا جي قديم ترين ڪتاب 'رگويد' ۾ سنڌ جي نفيس ڪپڙي جي ساراهہ ٿيل آهي. ٻڌ ڌرم واري دور ۾ سنڌ جي سنهي ململ ٻاهر ويندي هئي، خاص طور هالا جي ململ راجا جي مهر لڳائڻ ڪانسواءِ ٻاهر نہ وڃي سگهندي هئي. موريا خاندان جي دور حڪومت ۾ رعيت سورهن طبقن ۾ ورهايل هئي ۽ هڪ ڌنڌو ڇڏي ٻيو ڌنڌو ڪرڻ جي اجازت نہ هوندي هئي. انهن سورهن ڌنڌن مان هڪ ڌنڌو ڪورين جو بہ هو. عربن جي دور ۾ هن هنر اڃا بہ وڌيڪ ترقي ڪئي، سنڌ جي اٽڻ کي عربن اسپين تائين پهچايو. عربن اٽڻ کي 'ناعوره' سڏيو جيڪو اسپين ۾ بدلجي 'نوريا' ٿيو اٽڻ تي سٽ ڪتڻ ڪانسواءِ ڪپڙي اڻڻ لاءِ نڙا بہ ڀريا ويندا آهن. جيڪي نار ۾ وجهي، ڪپڙو اڻيو ويندو آهي. يورپي واپارين ۽ تاجرن جي بيانن مان معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ ۾ ڪيترن ئي قسمن جو عمدو ڪپڙو تيار ٿيندو هو ۽ اهو ڀري ڀري تائين ويندو هو. سنڌي ڪوري نہ فقط سٽ مان ڪپڙو تيار ڪندا هئا، پر ڪشمير ۽ خراسان مان ريشم گهرائي نهايت نفيس ڪپڙو تيار ڪندا هئا. ٺٽي جو نفيس گلبدن، اجرڪ ۽ بسترن جون چادرون ڏورانهن ڏيهن تائين مشهور هيون. سنڌ جا ڪاريگر ڪرمان جيءَ نرم ريشم مان خوبصورت شالون تيار ڪندا هئا. 1609ع ۾ جوزف ساليبنڪ ايران کان روهڙيءَ پهتو سندس بيان موجب سکر ۽ روهڙيءَ ۾ ڪورين جو وڏو تعداد رهندو هو مغل دور ۾ سنڌ ڪپڙي جو اهم مرڪز ۽ وڏي تجارتي منڊي هئي. يورپي واپاري هتان ڪپڙو خريد ڪري يورپ ۾ 60 سيڪڙو نفعي سان وڪرو ڪندا

هئا. 1631ع ڌاري ٻچن ٺٽي ۾ واپار شروع ڪيو. سن 1635ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ٺٽي ۾ سنڌ جي واپارين لاءِ پهريون پيرو ڪوٺي قائم ڪئي ۽ ڪپڙي جي خريداري شروع ڪئي. لاڙ ۾ ٺٽو حيدرآباد ۽ نصرپور، وچولي ۾ سيوهڻ، هالا، ڪنڊيارو ۽ اتر سنڌ ۾ گمبٽ، روهڙي، شڪارپور، ڪپڙي جا وڏا واپاري مرڪز هئا. انهيءَ ڪري ايسٽ انڊيا ڪمپني نصرپور ۽ سيوهڻ ۾ ننڍا مرڪز به قائم ڪيا. انهيءَ زماني ۾ نصرپور جو بافتو گهڻو مشهور هو. ڪمپنيءَ جا منتظمين سيوهڻ لاءِ لکن ٿا ته سيوهڻ ۾ ان وقت اٽڪل هزار ڪٽنب ڪورين جا رهندا هئا، جيڪي بهترين قسم جو ڪپڙو تيار ڪندا هئا. گمبٽ جو ڪپڙو ڪين ڪنڊياري جي ڪپڙي کان وڌيڪ لڳندو هو. انهيءَ دور ۾ سنڌ ۾ سادو هرڪ ۽ ڇريل سنهو ۽ ٿلهو بافتو، ڇيٽ، ململ، سوسي ۽ گربي، لونگيون، گيگم، حلواڻ، کيس، چنيون، تسر، سوٽيون، پٽراٽيون ۽ اجرڪ ٺهندا هئا. ڪپڙي جي انهن نمونن جو ذڪر انگريز واپارين ۽ سياحن به ڪيو آهي. انهن ڪيترن قسمن جي ململ ۽ غاليچن جو پڻ ذڪر ڪيو آهي. انهن ڏينهن ۾ ٻين شهرن سان گڏ لاڙڪاڻي ۽ حيدرآباد ۾ به ريشمي ڪپڙو تيار ٿيندو هو. ايشيا ۾ شهزادن لاءِ شالون، لونگيون، ڇر جو ڪپڙو ۽ اجرڪ، سنڌ مان ويندا هئا. ڪپڙي جي واپار مان فائدو ڏسي ڪمپنيءَ، غلام شاهه ڪلهوڙي کان تمام گهڻيون سهولتون ورتيون، جنهنڪري واپار وڏي ترقي ڪئي. سنڌ ۾ ٿلهي ۽ سنهي تند وارو سُٽ وڏي ڪاريگريءَ سان ڪتيو ويندو هو. انهيءَ دور ۾ سنڌ ۾ عاليشان کپهه تيار ٿيندي هئي، پر اها کپهه پوري نه پوندي هئي، ڪافي انداز ۾ کپهه ڪڇ مان گهُرائي ويندي هئي. ڪپڙي جي مختلف رنگن لاءِ ڪم ايندڙ رنگ، خاص طرح نير، سنڌ ۾ پيدا ڪيو ويندو هو. سنڌ جو ڪپڙو گهاٽو ۽ عمدو اڻيل هوندو هو. انهيءَ ڪري سڄي مشرق ۾ تيار ٿيندڙ مال جو 'گل' سمجهيو ويندو هو ۽ ان کي ٻين ملڪن جي ڪپڙي تي ترجيح ڏني ويندي هئي. سنڌ جو ڪپڙو هندستان، اولهه ايشيا ۽ يورپ ڪانسواءِ بصري، اوڀر آفريڪا، يمن، ايراني نار ۽ ايران ۾ وڏي قيمت ۾ وڪامجندو هو. سنڌ ۾ نه فقط عمدو ڪپڙو پر ڪيترن ئي قسمن جو ڪپڙو اڻجندو هو ۽ تمام گهڻي مقدار ۾ تيار ڪيو ويندو هو. 'انٽونيو بوڪارو' (1631ع) جو بيان آهي ته ان زماني ۾ ٺٽي ۾ 30 هزار اڏاڻا هئا. 'ڪئپٽن هئملٽن' (1696ع) لکيو آهي ته ڪپڙي اڻڻ وارن ڪورين جو تعداد ڏينهون ڏينهن وڌي رهيو هو. اٽڪل 80 هزار ڪوري ٺٽي ۾ پليگ جي بيماريءَ جو شڪار ٿي پيا. سنڌ ۾ سوٽي ڪپڙي سان گڏ ريشمي ڪپڙو به تيار ٿيندو هو. روهڙيءَ جي تسر ۽ ٺٽي جون لونگيون ملڪان ملڪ مشهور هيون. سنڌ توڙي هند جا امير لونگيون مٿي سان ٻڌندا هئا ته گلوبند ۽ واسڪوٽ طور به ڪتب آڻيندا هئا. نصرپور ۾ 400 کان مٿي ڪاريگر سوسيون، کيس ۽ اڳٺ اڻندا هئا. ٺرپارڪر جي شهرن ۽ ڪپري ۾ غاليچا، لويون ۽ خرزينون جام ٺهنديون هيون.

برصغير هند ۽ سنڌ ۾ جڏهن آزاديءَ جي تحريڪ شروع ٿي ته آزاديءَ جي علمبردار ائٽ کي آزاديءَ جي علامت طور اختيار ڪيو ۽ ولايتي ڪپڙي جو بائيڪاٽ ڪري، ديسي ڪپڙي واپرائڻ جي ترغيب ڏني. اهڙي نازڪ صورتحال ۾ ڪپڙي ٺاهيندڙن وڏو ڪردار ادا ڪيو. هنن ڏينهن رات ڪم ڪري ڪپڙي جي پيداوار کي وڌايو. نه فقط ايترو، پر پنهنجو هنر ٻين کي به سيکاريو. نتيجو اهو نڪتو ته لکين ماڻهو ڪپڙي اڻڻ جو ڪم سکي ويا ۽ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪارخانا قائم ٿي ويا. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ شروعات ۾ سنڌ ۾ ڏيهي ڪپڙي جي تمام گهڻي طلب ٿي، ايتري قدر جو جيئن ڪپڙو تيار ٿي لهندو هو، کپي ويندو هو. انگريزن کان اڳ سنڌ ۾ موجود آڏاڻي يا کڏيءَ جو رواج ڪونه هو. ڪاٺ جي هڪ سادي اوزار ذريعي ڪپڙو ٺاهيو ويندو هو. جنهن کي 'هٿيو' سڏبو هو. ان ۾ تار هٿ سان اٽڻي پوندي هئي، جنهنڪري ڪپڙي اڻڻ جي رفتار آڏاڻي جي بنسبت ڍري هئي. ٻيا اوزار جهڙوڪ: رڇ، ڦڻي وغيره به سادا هوندا هئا. رڇ وڻيل سٽ مان ٺاهيو ويندو هو ۽ ڦڻي ڪانيءَ جي ڇيتين مان ٺاهي ويندي هئي. موجوده 'آڏاڻو' يا 'کڏي' پاورلوم جي ڪاپي آهي. آڏاڻي تي ڪپڙو جلد تيار ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري هوريان هوريان هٿيي جي جاءِ آڏاڻي ورتي. پهرين آڏاڻي جو رواج هالا ۾ پيو. ان کانپوءِ هر هنڌ پکڙجي ويو. اهو رواج 35-1930ع ڌاري پيو.

سنڌ ۾ آڏاڻن جو ڪم ڀرپاڙين سميت پير جي ڳوٺ، گنبٽ، نصرپور ۽ هالن ۾ عام جام ۽ سٺو ٿئي ٿو. ٺٽي ۾ لونگيون، کيس ۽ گربيون اڻجن ٿيون. اهي هالن ۽ گنبٽ ۾ پڻ بهترين اڻجن ٿيون. آڏاڻن ذريعي ٻيو به ڪيترو ڪم سنڌ ۾ ٿئي ٿو. جيئن: پٽڪا، دشالا، چادرون، مشرو، ڪناويزي ۽ ڪيمخواب. آڏاڻي تي ڪم آهستي سان ٿيندو آهي، آڏاڻي تي ڪم لاءِ سڀ کان اول سٽ ڪتبو آهي، ان کانپوءِ سٽ کي ڌوئبو ۽ رنگبو آهي، جنهن کانپوءِ نڙا ڀرجندا آهن ۽ پوءِ وڃي ان کي آڏاڻي تي چاڙهبو آهي.

آڏاڻي تي ڪم لاءِ هڪ خاص حساب مطابق ڪاٺيون رکبيون آهن ۽ ڪاٺين تي پير رکڻ مهل پنج يا ڇهه رڇ ٻيا هيٺ مٿي ٿيندا آهن. لونگيءَ جي ڪم ۾ ٽيهارو ڪن پير ٿيندا آهن، سوسيءَ جي پيتيءَ ۾ هڪ تار پوندي آهي. لونگيءَ جي ڪم ۾ ٻه تارون ۽ کيس جي ڪم ۾ پنج تارون پونديون آهن. آڏاڻن تي گڏيل طور ڪم ٿيندو آهي، جنهن ۾ گهر جا ڀاتي ٻارن ٻچن سميت ڪم ڪندا آهن. پوءِ ڊرم جو رواج ٿيو. جنهن تي هڪ هنڌ ٻيهي، هڪ وڏي گول ڀڃري تي تاڃي ڪڍي وڃي ٿي. ڊرم آڏاڻي کانپوءِ عروج تي آيو. هينئر ڊرم جو رواج عام آهي. ڊرم پهريان پهريان کهڙا ڳوٺ کان شروع ٿيو ۽ اتي ڊرم جو رواج پيو. پهريان ڊرم تي به ڊزائين موجب جدا جدا رنگ جون تاڃيون جدا جدا ڪڍيون ويون، پوءِ ان کي رڇ آڻي ڊزائن موجب ختم ٿيل تارن سان ڳنڍيو ويندو هو. ٻن تارن کي به ڳنڍڻ جو مخصوص طريقو هوندو هو. جنهن ۾ بنا ڳنڍ ڏيڻ جي ڇپڻيءَ جي مهٽ سان تندن کي ملايو ويندو آهي، ان کي

ڪورڪي اصطلاح ۾ اُميري چيو ويندو آهي. شاهه لطيف ان حوالي سان چيو آهي ته:

"هُو چنننئي، تون مَ چن، پاءِ اميري اُن سين"

ختم ٿيل تاڃيءَ سان نئين تاڃي ڳنڍڻ کي ڳنڍ ڳنڍڻ چئبو آهي. ان حوالي سان شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ چيو آهي ته:

هلو هلو ڪوريين، نازڪ جن جو نينهن،
ڳنڍيين سارو ڏينهن، چنڻ مُور نه سڪيا.

ڳنڍ ڳنڍڻ وقت مختلف رنگن جون تاڃيون، ڊزائين جي سٽا موجب ملايون وينديون آهن. انهيءَ سٽاءَ کي 'نمونو پچڻ' چيو ويندو آهي. هينئر ڊرم تي ئي ڊزائين موجب مختلف رنگن جون تارون ملائي تاڃي ڪيڏي وڃي ٿي. انهيءَ ڪري ڳنڍ ڳنڍڻ وقت 'نمونو پچڻ' جي ضرورت پيش نه ٿي اچي. ان ڪانسواءِ موجوده دور ۾ تاڃي ڏگهي ڪري مئيءَ سان ٻڌي نه ٿي وڃي، پر رول تي ويڙهيل ٿئي ٿي. ماضي قريب ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪپڙو ٺهندو هو. خاص طور هيٺيان شهر ڪپڙي جي صنعت ۾ وڏا مرڪز هئا. نصرپور، سيوهڻ، مٽياري، هالا، راڄي جو ڳوٺ، آراضي (سيوهڻ)، ٺلٽي، وسي، حيدرآباد، ٽنڊو آدم، نوابشاهه، سڪرنڊ، کهڙا، گنبٽ، راڻيپور، لقمان، پير جو ڳوٺ، خيرپور، پريالوءِ، سکر، روهڙي، لکي غلام شاهه، وزيرآباد، ماڙي، ڳڙهي ياسين، لاڙڪاڻو دودائي، عبدو چڪ، پرکڻ، طيب، رستم، باگڙجي، گوسڙجي، وڏا مهيسر، ٽنڊو مستي، راهوجا، ماڇي، گڏيجي، سيوديرو، نانگو دختري، نئون ڳوٺ، سهڪجي، ڪلواڙي، امروٽ، سن، ڪراچي وغيره.

سنڌي ڪوري گهڻن ئي قسمن جو ڪپڙو ناهين ٿا، جن ۾: کيس، لنگيون، ململ، کاهي، شوهي، جوڙي، اجرڪ، کهنبو، سوسي، انگوڇو، پوتڙو، حاجي رومال، ٽوال، فراسيون، غاليچا، رومال شامل آهن.

**ڪاشيءَ جو ڪم:** سنڌ ۾ ڪاشيءَ جو ڪم هالا، نصرپور، نوشهري فيروز، سيوهڻ ۽ الور ۾ ٿئي ٿو. ڪاشيءَ جو ڪم مٽيءَ مان ٿئي ٿو. ڪنڀار ۽ ڪاشيگرجي مٽيءَ واري ڪم ۾ فرق صرف رنگ جو ٿئي ٿو. ڪاشيءَ جي ڪم ۾ پهريان چڪ تي ٿانو چاڙهي ڪنڀار جيان گهڙيا وڃن ٿا، پوءِ لاهي، سُڪائي انهن تي ڪاشيءَ جو ڪم ڪيو وڃي ٿو. مطلب ته رنگن سان ڪاشيءَ جا چٽ چٽيا وڃن ٿا. نقش ڪچي ٿانو تي ڪڍي، پوءِ انهن کي رنگ روغن ڏنو ويندو آهي، جنهن ڪانپوءِ ٿانون کي پچائبو آهي. ڪاشيءَ جي ڪم وارا ٿانو رنگ روغن ڪانپوءِ چمڪ ڪڍندا آهن ۽ ڏاڍا سهڻا لڳندا آهن. ٿانون پچڻ ڪانپوءِ ڪاشيءَ وارا ٿانو ٺاري، ڌوئي تيار ڪري رکيا ويندا آهن. ڪاشيءَ جي ڪم ۾ سرون، ٿانو ڊاڪوئان، ڪيڙيون، پاٽون، پيالا، دڪيون، چوُنريون، ڪپا، مسجدن جا مينار ۽ ڪنگرا تيار ڪيا ويندا آهن. ڪاشيءَ جون سرون عمارتن جي ڪم ۽ نالين ۾ وڌيڪ ڪم اينديون آهن. ٽائلس ۽ سيمينٽ جي سرن کان اڳ ۾ گهڻو ڪري جملي محل ۽ ماڙيون ڪاشيءَ جي سرن سان سينگاريون وينديون هيون.

**غاليچن، ڪمبلن ۽ ڪٿن جي اٿتڪاري:** غاليچن جو ڪم بوبڪ ۽ مٽني، جڏهن ته ڪمبلن ۽ ڪٿن جو ڪم سڄي ٿرپارڪر ۾ عام جام ٿئي ٿو. ايراني ۽ انگريزي غاليچن جي مارڪيٽ ۾ اچڻ ڪانپوءِ بوبڪائي هنر جو مان ايترو نه رهيو آهي. باوجود ان جي بوبڪائي غاليچن جو مان ۽ سونهن منفرد آهي. غاليچن لاءِ هڪ خاص قسم جو آڏاڻو ٺاهيو ويندو آهي. جيترو وڏو غاليچو ٺاهبو آهي، اوترو ئي وڏو آڏاڻو ٺاهبو آهي. غاليچن لاءِ اُن گهڻو ڪري ٻهراڙين مان ويڙهيون وٺي، پاڻيءَ ۾ ٻوڙي، ڦرڇي تي سڪي، رنگ ڏئي ڪتب آڻبي آهي. غاليچو آهستگيءَ سان ٻه ٻن هفتن ۾ تيار ٿي ويندو آهي، جڏهن ته ڪمبل، کٿا ۽ ڏورا، ٿر ۽ ميرپورخاص ضلعن ۾ مينگهواڙ ناهيندا آهن. مينگهواڙ عورتون گهرن ۾ سُٽ ڪتينديون آهن، جڏهن ته مرد انهيءَ ڪتيل سٽ مان ڪمبل، ڪمبليون ۽ لويون ناهيندا آهن. اهو ڪم به آڏاڻن تي ٿيندو آهي.

**چم جو ڪم:** چم جو ڪم عموماً سنڌ جي هر ڳوٺ ۾ ٿورو گهڻو ٿيندو آهي. پر گهڻي انداز ۾ چم جو ڪم حيدرآباد ۾ ٿيندو آهي ۽ هتي ئي چمڙي جي نيڪال جي وڏي مارڪيٽ آهي. چمڙو ٿرپارڪر ضلعي ۾ سستو آهي، جتان واپاري حيدرآباد آڻيندا آهن. سنڌ ۾ چم (چمڙي/ کل) گهڻي قدر ڳئون ۽ ماهي مال جو وڪرو ٿئي ٿو ان کان سواءِ رڍ ۽ ٻڪريءَ جي کل به مارڪيٽ ۾ آندي وڃي ٿي. چم/ کل مان جتيون، سانداريون، مشڪون، پخالون، گهيٽلا، بگيءَ جا اوزار، ڍولڪ يا طبلي جا پڙا ۽ ٻيو ڪيترو سامان ٺاهيو ويندو آهي. چم جو ڪم گهڻو ڪري موچي ڪندا آهن. چم جو واپار گهڻو ڪري سنڌ جا خوجه يا خلجي واپاري ڪندا آهن. کل/چم جا واپاري مردار يا حلال جانور جي کَل وٺي، لوڻ لڳائي سُڪائيندا آهن ۽ ٽنرين ۾ صاف ڪري وڪرو ڪندا آهن. ٻهراڙين ۾ کل/ چم جو واپار ننڍي پيماني تي ٿيندو آهي. ان ڪانسواءِ سنڌ جي ٻهراڙين ۾ ڪکن، پنن مان تڏن، ڪارن ۽ پکن ٺاهڻ جو هنر به آهي، جنهن وسيلي اهي پنهنجو پيٽ گذر ڪندا آهن.

**پرٽ جو ڪم:** پرٽ سنڌ جو قديم هنر آهي، جنهن جو ثبوت مختلف ڪنڊرن جي کوٽائيءَ مان به ملي ٿو. ڪاڪو ڀيرو مل لکي ٿو ته "موهن جي دڙي واري دور جي تهذيب مان معلوم ٿو ٿئي ته زالون پرٽ پرينديون هيون". پرٽ اسان جو اهڙو هنر آهي، جنهن جي ذريعي نه رڳو پنهنجي پاڻ کي ۽ گهر کي سينگاربو آهي، پر اهو گذران جو ذريعو به آهي ۽ هينئر جيتوڻيڪ اسان وٽ پرٽ پرڻ جون مشينون به عام آهن. تنهن هوندي به اسان جي شهرن توڙي ٻهراڙين ۾ ڪافي سگهڙ ۽ سڄاڻ عورتون موجود آهن، جيڪي پنهنجن هٿن سان پرٽ جا نت نوان ۽ منفرد نمونا انهيءَ هنر کي ڏينهان ڏينهن اڳتي آڻي ۽ ترقي ڏياري رهيون آهن. (وڌيڪ ڏسو: 'پرٽ'، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٻيو ص: 72)

**ڪاٺ جو هنر (واڍڪو هنر ۽ ابتدا):** قديم پٿر ۽ زراعت ڪاريءَ واري دور ۾ 2500 ق.م کان 1000 ق. م تائين انسان گهرن ٺاهڻ جي ضرورت کي محسوس ڪندي، وڻن ۽ ڪاٺ جو جائزو ورتو ۽ پٿر جي اوزارن وسيلي انهن کي استعمال ۾ آندو.

جنڊيءَ جو ڪم: سنڌ جي گهوٽاڻن هنرن ۾ جنڊيءَ جو ڪم اهم رهيو آهي. سنڌ ۾ جنڊيءَ جو ڪم هالا سميت خيرپور، ڪشمور، شڪارپور ۽ ٿرپارڪر ضلعي جي سمورن شهرن ۾ ٿئي ٿو. جنڊيءَ تي گهڻو ڪري ڪاٺ جي سامان جو ڪم ۽ چٽسالي ڪئي ويندي آهي. ڪاٺ جي سامان ۾ کٽن، ميزن ۽ ڪرسين جا پاوا، هندورا، منجيون ۽ دٻليون وغيره شامل آهن. جن تي جنڊيءَ جو ڪم ڪيو ويندو آهي. جنڊيءَ جي ڪم لاءِ ٻهڻ جي ڪاٺي نهايت ڪارآمد ٿئي ٿي ۽ گهٽي پئماني تي استعمال ڪئي ويندي آهي.

بلوچستان ۾ سنڌو تهذيب جو هڪ ماڳ مهرڳڙهه 7000 سال اڳ، يعني تقريباً 5000 ق. م ۾ آباد هو ۽ انهيءَ ساڳئي دور ۾ سنڌ جا قديم تهذيبي شهر ڪوٽڏيجي، آمري، موهن جو دڙو ۽ جهڪر اوج ۽ عروج تي هئا ۽ انهن کان ڪجهه عرصو اڳي 3500 سال ق.م سنڌ جي الهندي ڪنارن وارن ڪيرٿر جبل جي چوٽين تي پڻ ڪي ڳوٺ آباد هئا، جن جا آثار اجا تائين قائم آهن. اهي ڳوٺ ڪلي، ميهي ۽ نال جي نالن سان مشهور آهن. انهيءَ دؤر ۾ پٿر جي اوزارن وارو دور ختم ٿيو ۽ لوهه جي اوزارن ان جي جاءِ ورتي. سنڌ جي انهن قديم شهرن مان لڌل شين سان گڏ ڪاٺ جون ٺهيل شيون پڻ هٿ آيون، جن ۾ آڏاڻو سنڌي ڏڳي گاڏي ۽ پٿر جا نمونا هٿ آيا. سنڌ جا اهي سيئي شهر درياهن جي ڪنارن تي آباد هئا، نه صرف انهن شهرن جي آمدرفت ٻيڙين ذريعي ٿيندي هئي، پر ڏورانهن ڏيهن سان واپار پڻ ٻيڙين رستي ٿيندو هو. بابل جا رهاڪو عمارتي ڪاٺ سنڌ مان گهرائيندا هئا. انهن ڏورانهن علائقن تائين پهچڻ جو واحد ذريعو ٻيڙيءَ ڪانسواءِ ٻيو ٿي نه ٿو سگهي. ان کان بعد وارو دور جڏهن سنڌ جي درياهه ۽ سمنڊ تي لکپت، سورت، دوارڪا، مينانگرا، پٽالا، اچ، سون مياڻي، سنڌڙي، ديبل، پاتال، پاري ننگر، پوربندر ۽ ڀنڀور مشهور بندرگاهن جي حيثيت رکندڙ هئا، تڏهن سنڌي وڻجارا ڏورانهن ڏيهن جهڙوڪ: جاوا، سوماترا، لنڪا، عربستان ۽ يورپ جي ملڪن سان وڻج واپار ڪندا هئا. ست صديون قبل مسيح ۾ سنڌ جو واپار ايراني نار وسيلي هلندو هو. اهوئي دور هو، جڏهن عربستان جي واپارين سنڌ جي 'اُٺ' کي اندلس تائين پهچايو. جيئن ته وڻج واپار ۽ آمدرفت جو ذريعو ان وقت ٻيڙي ئي هئي. سنڌ ۾ هر جو رواج جڳن کان هليو اچي، موهن جي دڙي مان لڌل ڪٺڪ ۽ ڪپهه انهيءَ ڳالهه جي ثابتي آهي ته انهيءَ زماني ۾ به هر هلندو هو جنهن ذريعي زرعي آبادي ٿيندي هئي ۽ ڪاٺ جا آڏاڻا موجود هئا، جن سان ڪپڙو اُڻيو ويندو هو. سنڌ ۾ اجا تائين ناڙي ڪرڻ وقت ۽ نرم زمين کيڙڻ وقت ڪاٺيءَ جي منهن وارو هر استعمال ٿيندو آهي. سنڌ ۾ 'هر' خوشحالي ۽ آسودگيءَ جي نشاني آهي.

سنڌ جي قديم شهرن مان ٻين شين سان گڏ ڏڳي گاڏيءَ جو نمونو پڻ مليو آهي، جيڪي مٽي ۽ پٿر جا ٺهيل آهن. عراق ۾ ڦيٿو 3500 ق.م ۾ ايجاد ٿيو. انهيءَ زماني ۾ سنڌ ۾ ٻن ڦيٿن واري ڏڳي گاڏي نه صرف ٺهي چڪي هئي، پر اها ڪيتري عرصي کان هلندڙ هئي، جنهن جو ساڳيو روپ اڄ سنڌ ۾ اجا تائين به رائج آهي.

سنڌ ۾ ٻيڙي، هر، ڏڳي گاڏي، چرخو ۽ هرلو ڪاٺ جو قديم هنر آهن. سنڌ جي قديم شهرن مان ٻين شين سان گڏ ڪاٺ جي چرخي يا آڏاڻي جا نمونا مليا آهن. جن ذريعي ڪپڙو ٺهندو هو موهن جي دڙي مان لڌل چرخو ثابت ڪري ٿو ته ان دور جون عورتون چرخي تي سُٽ ڪتينديون هيون. ان وقت سنڌ جو واڍڪو هنر ته ڪمال کي پهچي چڪو هو جنهن جي طفيل پوري دنيا ٻيڙي ۽ چرخي مان فيض حاصل ڪري رهي هئي.

ان ڪانپوءِ سنڌ ۾ ڪو دور اهڙو به آيو جو گهر گهر آڏاڻو ڏسجڻ ۾ آيو. ايتريقدر جو سترهين صدي عيسويءَ ۾ سموري يورپ جون نگاهون سنڌ جي ڪپڙي تي پيون، نتيجي ۾ يورپي واپارين پنهنجون ڪاروباري ڪوٺيون هتي اچي قائم ڪيون.

سنڌ ۾ واڍن کي مختلف نالن سان سڏيو ويندو آهي، جهڙوڪ: واڍو، سوٿهڙ، ڊکڻ، لاکو، وگهامل، ڪاريگر، استاد، مستري، اوستو وغيره. جيئن ته سنڌ ۾ هنر وارن ماڻهن کي قدردانيءَ جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو. جنهنڪري ڪيترين ئي ذاتين جي ماڻهن واڍڪو ڌنڌو اختيار ڪيو ۽ پوءِ پيڙهين گذرڻ سان ذاتين بدران واڍا سوٿهڙ ۽ ڊکڻ وغيره سڏجڻ لڳا. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ مختلف ڌنڌن وارين ذاتين کي ڪاسبي سڏيو ويو. واڍا سنڌ جي هر شهر ۽ ڳوٺ ۾ آباد آهن. سنڌ جي واڍڪي هنر جو ناميارو ڪم شڪارپور، هالا، نئي، ٿرپارڪر، ڪاٺوٽ، مٽياريءَ ۾ ٿيندو آهي.

ٿرجا سوٿهڙ واڍا واڍڪي هنر ۾، کٽن، پينگهن، منجڻ ۽ فينسي ڪم ۾ سنهي ڪوٽائيءَ ذريعي چِٽ ڪيڍڻ ۽ گلڪاري ڪرڻ ۾ مهارت رکن ٿا. مٺيءَ پرسان هڪ ڳوٺ ۾ ٿرجي سوٿهڙن ڪاٺ جو هڪ چؤنرو ٺاهيو آهي. پٽيون ۽ مٿان ڇت به ڪاٺ جي آهي، هن چؤنري ۾ خاص ڪاريگري اها رکيل آهي، جو چؤنري جي دروازي کي هوا جي رخ تي ڪيڏانهن به ڦيرائي سگهجي ٿو ٿر جا سوٿهڙ فرنيچر ٺاهڻ لاءِ اڪثر روهيڙي جو ڪاٺ استعمال ڪندا آهن.

سنڌي واڍن کي درن، درين، کٽن، منجڻ، هندورن ۽ پلنگن تي مختلف جانورن، پکين، گلن ۽ ٻوٽن جا نقش اپارڻ ۾ ڪمال جي مهارت حاصل آهي. خاص ڪري سنڌ جي مشهور قبرستانن ۾ بزرگن جي تربتن مٿان ڪٽهڙو يا چونڪي ٺاهڻ ۾ مهارت حاصل اٿن. گرهوڙيءَ جي روضي جو دروازو به ڏسڻ وٽان آهي. ائين ٿرپارڪر ۾ مشهور بزرگ حسن باغبان يا حسن باغواڻيءَ جي تجر جي دروازي تي سوٿهڙ واڍن ۽ مريدن جو ٺاهيل عجيب چٽ ڏسڻ وٽان آهن. مشهور صوفي بزرگ صادق فقير سومري جي مزار واري چونڪي به ڏسڻ وٽان آهي. صوفي صادق جي مزار ٻاهران چند سال اڳ تائين اوتارا ۽ قبرن مٿان ڇپرا ٺهيل هئا، جن جا داسا ۽ ڪامون مزار ٻاهران اجا به موجود آهن. انهن جي چٽ ۽

گلڪاريءَ ڪانسواءِ خاص ڪاريگري اها آهي، جو ٽي يا چار ڪاٺيون ملائي 25 فٽ ڊگهيون ڪامون ٺاهيون ويون آهن، پر ڪامن جي جوڙڻ يا سنڌن جي خبر نہ ٿي پوي تہ ڪهڙي هنڌ تي ڪاٺ جي ڪوڪن ۽ ڪلين جو جوڙ ملايو ويو آهي، انهن ڪاٺ جي ڪلين کي واڍا ’سونهڻ‘ چوندا هئا.

**سنڌ ۾ واڍڪي هنر ۾ ٿيندڙ دستڪاريءَ جا نمونا:** ارٽي، آڏاڻي اڏي، اسٽول، اگٽ وجهٽيون، انبيا، اڪرلا، اڪريون، اڏا، الغوزا، بتيلا، بورڊ، بٽنچون، بانسريون، بينون، ٻکهيون، ٻيڙيون، پيانا، توڙيون، پرنٽيون، پوڻ، ٽيلاٽيون، تاڪيو تار، ٽنيا، ٽانگا، ٽپايون، ٽنگڙيون، ٽويا، ٽرڪون، ٺوليا، ٺپا، ٺيڙيون، ٺونگيا، پانجاريون، پاتيون، پور، پاڪڙا، پلاڻ، پالڪيون، پلنگ پينگها، پڪوازون، پاوا، پچرا، جندا، جهيرٽا، چوڪنيون، چوٽالون، چرخا، چنگهٽيون، چاڙهيون، چاڪڙيون، چيڪلا، چونڪا، چونڪيون، چڪرا، حقا، خومچا، دستا، داٻڙا، داسا، در، دريون، ڏاڪٽيون، ڏهيون، ڏبليون، ڏاٻوڙا، ڏوئلا، ڏويون، فنديون، ڊيسڪون، ڊڪڻ، رٽ، راند جو سامان، رهلون، ريڪون، راوڻ هٿيا، زينون، سهاڳا، سونگا، سرندا، ستارون، سارنگيون، سونگيون، سرمي داڻيون، شريانيون، صندوقون، صابڻ دانيون، صندل، طنبور، فريو فريم، فرحيون، ڦنا، ڦرها، ڦٽيون، ڪيٽون، ڪاسا، ڪڙايا، ڪارچا، ڪتبا، ڪاٺا، ڪان، ڪماچ، ڪڙهيون، ڪوڙڪيون، ڪاترون، ڪارب، ڪجاوا، ڪبٽ،ڪنانترا، ڪرسيون، ڪرليون، ڪتون، ڪرٽالون، کهيڙا، ڪتولا، ڪتوليون، ڳاڏا، ڳاڏيون، گليليون، گلدان، ڳن، ڳڏ، گهوباٺا، گهڙا منجيون، گهاٽا، ليٽيٽيون، لوڳڙهيو لنيون، لڪڻ لارون، منجون، منجا، منهن رڪٽيون، مهرلا، مهريون، مٽڪا، منيا، مڪڙيون، منجٽيون، ميزون ماناڻيون، منون، نار، نيٽ، ناڪيليون، نهيرا، نخارا،نڙ، واچا، هرلا، هر، هنا، هندورا ۽ يڪتارا وغيره.

**ڪنڀارڪو ڪم:** انسان جي ارتقائي تاريخ جي قديم دورن ۾ انسان ضرورتن جي پورائي لاءِ پٿر کي گهڙي مختلف ٿانون جي شڪل ڏئي استعمال ڪيو. انسان پٿر مان ڪاٺڻ پيٺڻ جي شين ۽ رڌپچاءَ جا ٿانو ٺاهيا. اڳتي هلي مٽيءَ جي ٿانون جوڙڻ جو خيال ڪيائين. اٿين ڪنڀارڪي فن جي ابتدا ٿي. سنڌ ۾ تاريخي دورن ۾ ٿانون جون واضح شهادتون ملن ٿيون. تاريخ جي ماهرن پاران قديم يادگارن مان مختلف نتيجا ڪڍيا ويا آهن. جيڪي اڄ جي انسان جي تهذيب جو حصو آهن، جن ۾ سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب، قديم مصري تهذيب، ميسوپوٽيما، فرات ۽ دجلہ وارين وادين جو تمدن سئٽزرليند، ڏکڻ يورپ، آفريڪا، جاوا ۽ چين مان انسان جي ارتقائي سلسلي جون ملندڙ نشانيون، انساني تاريخ جو عظيم سرمايو ۽ انساني تهذيب، تمدن ۽ سڀيتا جو اهم نشان آهن.

جيئن جيئن انساني تهذيب ۽ تمدن ۾ واڌارو ۽ سڌارو ايندو ويو، تيئن تيئن ڪنڀارڪي هنر جي ٿانون جي نمونن ۾ تبديلي ايندي وئي. ٿانون ۾ لچڪ، نفاست ۽ خوبصورتي پيدا ٿيندي وئي، پر اصل ۽ نوعيت ۾ ڪا بہ تبديلي ڪا نہ آئي. شروعاتي دور ۾ ٿانو ڳرا ۽ وزندار هئا، انهن ۾ گهڙت جو فن گهٽ هو چڪ تي ٿانون ٺاهڻ جو گر اڃا ان دور جي انسان کي نہ آيو هو.

چڪ جي ايجاد ۽ گهڙڻ جو ڏانءُ سنڌ جي ڪنڀارن جي سوچ جي پيداوار آهي. سنڌ جي هنرن ۾ ڪنڀارڪي چڪ جي وڏي اهميت رهي آهي، ڇاڪاڻ تہ چڪ جي بنياد تي ئي قديم گاڏيءَ جو ڦيٿو ايجاد ٿيو اڳتي هلي چڪ سان واسطو رکندڙ ٻيون شيون مشيني ايجاد جو بنياد بڻيون.

تاريخي آثارن مان مليل پٿر توڙي پڪل مٽيءَ جا چڪ زراعت جي شروع ۽ پٿر واري پوئين دور جو پتو ڏيندڙ آهن. اڳتي هلي انهيءَ آڏار تي ڪاٺ جو چڪ جڙيو. مٽيءَ جا چڪ، ٻڪريءَ جو ڏاس ملائي ٺاهيا ويندا هئا. سنڌ ۾ ڪنڀارڪي ڪم لاءِ چڪ جو استعمال ساڳيو آهي، پر ڪاٺ جي چڪ جي هيٺئين ساخت (بناوت) ۾ ڦيرو آهي. ڇاڪاڻ تہ ان کي پير سان هلايو وڃي ٿو. اتر سنڌ ۽ ڪراچيءَ ۾ چڪ جو استعمال عام آهي. ڏکڻ سنڌ ۾ مهراڻي ۾ اڃا تائين مٽيءَ جو چڪ استعمال ٿيندو آهي، جنهن جو ساڳيو ننگهر، مڪڙي ۽ چڪ، لٺ وارو سرشتو آهي. چينيءَ جي ٿانوڻ ٺاهڻ وارن ڪارخانن ۾ اليڪٽرڪ تي هلندڙ ننڍڙا چڪ ڪم ايندا آهن. چڪ جي ايجاد هن هنر ۾ مٽيءَ جي سجاڳپ کي وجود ڏنو. ڪنڀارڪي ڪم ۾ جتي چڪ کي دخل آهي، اتي هٿ جي محنت ۽ ان سان ٿانون ٺاهڻ جو بہ واسطو آهي. ڇاڪاڻ تہ سڀ ٿانو چڪ جا محتاج نہ هوندا آهن. ٿانون جو گهڻو حصو چڪ تي لاٿو ويندو آهي ۽ بعد ۾ گهڙيو ويندو آهي. ڪي ٿانو ٻہ يا ٽي ڀيرا بہ چڪ تي چڙهندا آهن. هڪ دفعو لاٿا ويندا آهن. گهڙڻ بعد ٻئي مرحلي ۾ انهن جي ڳچي يا پرڳي ٺاهي ويندي آهي. ڪي ٿانو ٽي ڀيرا بہ چڪ تي چڙهندا آهن. جن ۾ ٿانون جي لسائي ۽ جنڊي بہ شامل آهي.

آمريءَ جي دڙي مان مليل ٺڪر جا پارا بہ اهميت جوڳا آهن. ٺڪر جي هڪڙي پاريءَ تي هرڻ جي شڪل نڪتل آهي، موهن جي دڙي ۾ اگهم ڪوٽ مان مليل مٽيءَ جي بلورن ۾ ڪو خاص فرق ڪونهي. موهن جي دڙي هڙاپا ۽ آمري وغيره مان لڌل ٿانو ۽ انهن جي ٺڪرن جي مطالعي ڪانپوءِ اها ڳالهہ چٽي ٿئي ٿي تہ اڄ جي ڪنڀارڪي ڪم ۽ پنج هزار اڳ واري ڪنڀارڪي ڪم ۾ بنيادي طور ڪو فرق نہ آهي.

ٿانون جي نهڻ ڪانپوءِ چٽ جو ڏاڪو آهي، چٽ نرمڪاري پٽر کي رڱائيءَ ۾ گسائي ان سان ڪڍبو آهي. اڄ جو چٽ اڳئين دور کان مختلف آهي. هن وقت جو ڪنڀارڪو چٽ جاميٽريءَ جي شڪلين جهڙو گول، ٽڪنڊي، راميس، بيضوي چورس، چورس ٽڪور، چوڪور خانن تي مشتمل آهي. انهن خانن کي آمهون سامهون ليڪن سان پريو ويندو آهي، جيڪي گهڻو ڪري پوروچوٽ هوندا آهن. پٺونرڙو، ماڪوڙو، ننڍو، وڏو، لهر، جنهن ۾ ليڪ کي ور هوندا آهن. ڪڍيا وڃن ٿا. انگريزيءَ ۾

وري ’وي‘ (V)، ’ڊبليو‘ (W) ۽ ’يو‘ (U) جي انداز سان هڪبئي پٺيان ساڳئي رخ تي گول ڊزائن ۾ ڪڍيا ويندا آهن. مطلب ته سمورو چٽ ليڪن تي مدار رکي ٿو ۽ ڪي به جاندارن جون شڪليون چٽ ۾ ڪونه ڪڍيون آهن. ڪنڀارڪو چٽ پنهنجو سجو مدار ’خط اقليدس‘ تي رکي ٿو، اهو مصري، سميري ۽ يوناني تهذيب جي اثر ۽ لهه وچڙ جو نتيجو آهي. خالص ڪنڀارڪي چٽ ۾ اها گلڪاري نه هئي. هاٽي ماتلي، ٽنڊي باڳي، حيدرآباد (ٽنڊو ولي محمد) ۽ ٽنڊي محمد خان جا ڪنڀار چٽن ۾ گلڪاريءَ کي استعمال ڪري رهيا آهن. اقليدسي چٽ ۾ مهراڻي وارو علائقو به پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

ڪنڀارڪن ٿانون جا ڪيترائي قسم ۽ نمونا آهن. جهڙوڪ: مٽ، دلو، ماٽي، ماٽورو، دلي، گهاگهر، سڙ، تسري، دڪي، لوٽو نار وارو، لسو ڪير وارو ٿهو، طباخ، طباخڙي، ڪنگري، ٻارڙو، واٽو ڍڪڻ، لسو ڍڪڻ، مٽ جو ڪنو، تئي، دانگي، ڍڪڻي، ڏيئو، گهگهلي، چلم، حقو، ٻونبو، ٽوپي، چمچي، ڳنهڙي، ڪونار، ڪونڊو ٿاڌل وارو، ڪونڊو وڏو ٽڪرن رکڻ جو، ڇل، اڪرلو، اڪري، ڪرو، نادي، سارين ڏرڻ جي جنڊي، مخيو، ڍاڪون، تيلاٽي، پتالي، ڦيلهي، رجنڪي، سماٽڪي پاٽ، سفالو، پيالو ۽ جمن وغيره. اڏيرولعل ۽ شهدادپور جي وچ واري علائقي جي پاٽ، ساڪري ۽ ٻتوري ترجو مٽ، وڏي ماٽي وڏي ۽ سهٽي هٿڻ ڪري اڄ به مشهور آهي. دادو، سيوهڻ ۽ جوهيءَ جون گهگهيون ۽ هالا جا ڪونڊا سنڌ ۾ پنهنجي منفرد حيثيت رکن ٿا.

**سونارڪو ڪم:** قديم زماني کان وٺي سنڌ ۾ مختلف ذاتن ۽ ٻين شين جا زيور ٺهندا پئي آيا آهن. جن ۾ مٽي، ڪاشيءَ، چيني، قيمتي پٿر، ڪوڏين، سپين، ڪرسيءَ (ڪانيءَ جي ڪرسيءَ)، لوهه، ڪنجهيءَ، پتل ۽ سون، چانديءَ مان به زيور ٺاهيا ويندا هئا. [تفصيل لاءِ ڏسو: ’سنڌ جا زيور‘، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ستون].

سنڌ ۾ سونارڪو هنر تمام قديم زماني کان وٺي رائج آهي، جنهن جا وقت سر مختلف هنرمند، مثلاً: ڪنڀار، لوهار، سوٽهڙ (وادا)، ڪاشيگر، صراف، جوهري ۽ سونارا رهندا آيا آهن. سونارڪي هنر مان مراد سون ۽ چانديءَ جي زيور ٺاهڻ واري فن سان آهي.

سونارڪو فن يا هنر سنڌ ۾ قديم زماني کان هلندڙ آهي، جنهن جي شاهدي سنڌو ماٿريءَ جي قديم آثارن ۽ دنب دڙن جي کوٽاين مان مليل زيورن، مهرن ۽ ٺپن جي شڪل ۾ پڻ ملي ٿي ته سونارڪو فن، سنڌ جي تهذيب و تمدن جي اوج واري وقت ۾ وسيع سطح تي پکڙيل هو ۽ هتان جا رهواسي مختلف زيور پائيندا هئا، جيڪي يقيناً سونارا ٺاهيندا هوندا.

سنڌ جا سونارا پنهنجي هنر کي صدين کان قائم رکيو اچن ۽ وقت سان گڏ ترقي ڏانهن سفر ڪندا پيا وڃن. تنهنڪري سنڌن فن جي سنڌ جي سماج ۾ تمام گهڻي قدرداني ڪئي وڃي ٿي. (وڌيڪ ڏسو: **سونارا، جلد اٺون**)

## سنڌي موسيقيءَ جي تاريخ

سنڌي موسيقي، ساز ۽ سنگيت جي جمار به اوتري ئي پراڻي آهي، جيتري هن سر زمين جي تاريخ پراڻي آهي. سنڌ جي موسيقيءَ جي سفر بابت موهن جي دڙي مان نڪتل ناچڻي ۽ بانسري وڏي ثابتي آهي ته هزارين ورهيه اڳ به ساز ۽ رقص جو سنڌ ۾ وجود هو اڄ جو موهن جو دڙو پنج هزار سال اڳ جي سڌريل معاشري جو عڪس ڏئي ٿو. ماهرن جو چوڻ آهي ته موهن جي دڙي واري موسيقي به اوتري ئي سڌريل ۽ ترقيءَ تي پهتل هوندي. سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جيتري آڳاٽي آهي ۽ اسان جي قومي لباس، رنگ ۽ موسيقيءَ ۾ به هڪجهڙائي به اوتري ئي آڳاٽي آهي. عالمي ماهرن سنڌي موسيقيءَ کي دنيا جي قديم ترين موسيقيءَ وارن چئن طبقن ۾ رکيو آهي، جن مان پهريون طبقو چين ۽ جپان جو آهي، جنهن کي آڳاٽي تاريخ ۾ ڳڻيو ويو آهي. ٻيو طبقو برما، ڀارت، سنڌ، ٿائلينڊ ۽ ملائيشيا تي ٻڌل آهي، جنهن جي سرن ۽ سازن ۾ ڪافي ويجهڙائپ آهي. ٽيون طبقو ايران، ترڪي، وچ ايشيا ۽ عرب ملڪن وارو آهي، جيڪي پنهنجي الڳ مزاج وارا آهن. چوٿون طبقو يونچ سمنڊ ۽ آفريقي ملڪن وارو آهي.

تاريخي لحاظ کان ننڍي کنڊ هندستان ۾ قديم هندي موسيقيءَ کان اڳ جيڪي به راڳ جا سلسلا رائج هئا، تن ۾ سنڌي موسيقيءَ کي اوليت حاصل آهي. پوئين ويجهي تاريخي دور ۾ ’هندستاني موسيقي‘ ۽ ’سنڌي موسيقي‘ ٻن جداگانه ۽ مستقل سلسلن جي صورت ۾ رائج رهي. جيڪڏهن ڏکڻ هندستان ’ڪرناٽڪي موسيقيءَ‘ کي جنم ڏنو ۽ اتر هندستان ’هندستاني موسيقيءَ‘ کي پيدا ڪيو، ته سنڌ وري ’سنڌي موسيقيءَ‘ کي جنم ڏنو.

موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان به اهڙا انساني مجسما دستياب ٿيا آهن، جيڪي پڪ سان ان دور جي ڳائڻين ۽ رقاصائن جا آهن. اهي آثار ثابت ڪن ٿا ته اڄ کان پنج هزار سال اڳ سنڌ ۾ راڳ ۽ رقص جو فن اوج تي هو. ان وقت جي باشندن کي موسيقيءَ جي فن جو ايترو ته ذوق هو، جو راڳ ۽ ناچ ڪندڙن جا مجسما ٺاهيائون. انهن ٻن مجسمن مان هڪ وڌيڪ سالم حالت وارو **’ناچڻيءَ جو مجسمو‘** ڳهڻن سان سينگاريل آهي ۽ ان جي شبيهه پيشه ورانه فن تي شاهد آهي، خاص طرح ان جي قدمن جي بيهڪ، هٿ جي ڪٽڻي ۽ مُنهن جو رخ، راڳ ۽ ناچ جي فني ناز ۽ انداز کي ظاهر ڪري ٿو.

سنڌو تهذيب واري دور ۾ موسيقي ۽ ناچ مذهبي رسمن جو حصو هو. موهن جي دڙي مان ناچڻيءَ جي مورتي ٻڌائي ٿي ته هتان جا ماڻهو ناچ کي پسند ڪندا هئا. ان کان سواءِ ڪن مهرن تي سازن جون تصويرون اڪريل مليون آهن، جن ۾ ٻوڙيندو، بانسري، دهل، ڍولڪ، بربط ۽ چنگ خاص طور سان سڃاتا ويا آهن. ائين برابر آهي ته ساڳيا ساز سمير وارا به وڄائيندا هئا. ان لاءِ جو ٻنهي هم عصر تهذيبن جي ماڻهن ۾ واپار سبب هڪبئي وٽ اچ وڃ هئي، جنهنڪري ٻوڙيندي

کان سواءِ ٻين سازن لاءِ پڪ سان نه ٿو چئي سگھجي ته اهي ساز سنڌوتهذيب وارن جي ايجاد هئا يا همعصر تهذيبن جي ماڻهن به ان ۾ هٿ ونڊ ڪئي هئي.

سنڌو درياهه جي هيءَ تهذيب، عراق، دجله ۽ فرات درياهن ۽ مصر جي نيل درياهه جي تهذيبن سان قدامت توڙي اهميت جي لحاظ سان همعصر هئي. عراق جي سميري تهذيب مان ڪي آثار سنڌو تهذيب جا به مليا آهن. پوءِ واري نيم تاريخي دور کان وٺي سنڌ، عراق ۽ مصر جي وچ ۾ تجارتي لاڳاپن جا اهڃاڻ ملن ٿا. ان ڪري چئي سگھجي ٿو ته قديم زماني کان وٺي انهن ملڪن جي وچ ۾ ثقافتي ناتا قائم هئا ۽ ٻين شعبن سان گڏوگڏ موسيقيءَ جي فن ۾ پڻ اهي تعلقات موجود هئا. ان جو ثبوت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي اها راءِ آهي ته قديم سامي ساز 'ڪنورا' (عبرانين جو ڪنور) توڙي قديم مصرين ۽ صابئين جو ساز 'طنبور' ٻئي ساز سنڌ ۾ پهتا ۽ تمام گھڻا مقبول ٿيا. موجوده دور تائين 'ڪينر يا ڪينرو' ۽ 'تنبورو يا دنبورو' انهن سازن جا يادگار آهن. اهي ٻئي تندن وارا ساز هئا. 'تنبور' سنڌ سان گڏ هندستان ۾ به رائج ٿيو، مگر 'ڪنورا' فقط سنڌ تائين پهتو ۽ سنڌ ۾ ئي 'ڪينر' يا 'ڪينري' جي نالي سان مشهور رهيو. ان راءِ جي پنيرائي نالي وارو اديب آغا سليم به ڪري ٿو. سنڌي ساز بانسري ۽ بوڙيندو، موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان مليا آهن، جيڪي اڄ ڏينهن تائين رائج آهن.

قديم دور کان وٺي سنڌونديءَ، سنڌ کي آباد ڪندي اچي، ان ڪري اها هميشه سکي ستابي رهي آهي. ان ڪري هتي جي رهواسين جا ذهن وسيع هئا ۽ هنن هر قسم جي هنر ۽ فن ۾ ترقي ڪئي، راڳ ۽ رقص جون محفلون به سندن روزمره جي زندگيءَ جون حصو رهيون. راڳ ۽ رقص جي اها روايت، جيڪا تاريخ کان اڳ واري دور کان وٺي شروع ٿي، سا مسلسل هلندي آئي. آثار قديمه جي کوٽائي ۽ تحقيق مان انهيءَ روايت جا آثار مسلسل ملي رهيا آهن.

ويجهي ماضيءَ ۾ پنيور جي کوٽائيءَ مان ٺڪر جي ٿانون جا جيڪي ٽڪرا مليا آهن، تن تي مختلف قسمن جي چٽساليءَ سان گڏ رقص ڪندڙ جوڙن جون شبيهون پڻ چٽيل آهن. سنڌ جي ڪاريگرن، ڪنڀارن ان دور جي عام ذوق ۽ دلچسپيءَ کي مدنظر رکندي ٿانون تي اهي شبيهون چٽيون، جنهن مان شاهدي ملي ٿي ته ان وقت سنڌ ۾ راڳ ۽ رقص جو فن اوج تي هو. انهن شبيهن وارن ٿانون جا ٽڪرا 'ساڪن جي تاريخي دور' (ٻي يا ٽين صدي عيسوي) يا ان کان ڪجهه پوءِ جا آهن. سنڌ توڙي ايران تي 'ساڪا لوڪن' جي تسلط واري عرصي کانپوءِ هڪ نئون تاريخي دور شروع ٿيو. ايران ۾ ساساني گهراڻي (226ع- 640ع) جي شهنشاهيت شروع ٿي ۽ سنڌ جي ماڻهن (سمن جي) راءِ گهراڻي جي اڳواڻيءَ هيٺ پنهنجي آزاد حڪومت قائم ڪئي. راءِ گهراڻي جي پوين حاڪمن جي حڪمرانيءَ جو عرصو 137 سال (494ع کان 631ع) هليو، جن مان راءِ ساهڙ ۽ راءِ سهاسي مشهور حڪمران ٿيا. هن گهراڻي جي اوائلي حاڪمن خاطري آهي ته چوٿين صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري ساڪن جي تسلط کي ختم ڪري پنهنجي خودمختيار حڪمراني قائم ڪئي. انهيءَ ڪري شروعاتي دور ۾ هنن ملڪن جي وچ ۾ سياسي، سماجي ۽ ثقافتي لاڳاپا وڌيا.

قديم تاريخي دور کان وٺي سنڌ کي پنهنجي مقامي موسيقي هئي، جيڪا عوامي موسيقي هئي. شهرن ۾ ڪاريگر موسيقارن جا مجسما ٺهيا ته ڳوٺن ۾ عوام جي ذوق خاطر ڪنڀارن ٿانون ٿپن تي راڳ ۽ رقص جا چٽ چٽيا. سنڌ جا اڪثر راڳيندڙ ۽ وڄتيا، جتن، لورن، لنگهن ۽ ٻين عوامي قبيلن مان هئا. سنڌ جي سمن، رائن ۽ سربراهن راڳ ۽ راڳيندڙن جي وڏي قدرداني ڪئي ۽ خود سما قبيلي مان وڄتيا ۽ راڳيندڙ پيدا ٿيا. اهڙيءَ ريت سنڌ پنهنجي عوامي سنگيت جي روايت کي قائم رکيو. پنجين صديءَ ۾ ساساني بادشاهه بهرام گور سنڌ مان شادي ڪئي، ان وقت جي راجا پنهنجي ڌيءَ کي ديبل ۽ مڪران جي علائقن سان گڏ ڏاج ۾ ڪيترا وڄتا، ڳائڻا ۽ رقاص ڏنا. تاريخ ۾ اهو به اچي ٿو ته بهرام گور بعد ۾ سنڌ مان 12000 موسيقار ۽ ڳائڻا گهرايا، جيڪي 'لورا' هئا، جن مان زرياب به هڪ هو. جنهن اڳتي هلي سنڌي موسيقيءَ کي اسپين ۾ نه رڳو متعارف ڪرايو، پر ڪيترن سنڌي راڳڻين کي اسپيني راڳ ۾ ضم ڪري ڇڏيو. حمزه اصفهانيءَ ڪين 'جت' ڄاڻايو آهي. اهي ايران ۾ 'لوليان' سڏيا ويا. بهرام گور خود موسيقيءَ جو دلدادو ۽ قدردان هو. ڊاڪٽر بلوچ ايراني محقق آقا حسين علي ملاح جي حوالي سان لکيو آهي ته "ساساني دور ۾ خاص ڪري بهرام پنجين (بهرام گور) جي دور ۾ ايراني موسيقيءَ ۾ به خاص اضافا ٿيا. هڪ ته ايراني ٻين قومن جي موسيقيءَ کان آشنا ٿيا ۽ انهن جي موسيقيءَ جون فني نزاڪتون اپنايائون ۽ ٻاهريان ساز ايران ۾ مروج ٿيا. ٻيو ته موسيقيءَ جي سُر (الحان) جي تنظيم جي سلسلي جا قاعدا ۽ قانون مقرر ٿيا ۽ ان ڏس ۾ انهن طريقن مان مدد ورتي وئي، جيڪي مشرق، خاص ڪري هند ۾ مروج هئا. هتي هند مان مراد سنڌ وٺي سگهجي ٿي، ڇو ته بهرام گور هتان ئي سنڌ جا راڳي وٺي ويو هو.

بهرام گور جي دور ۾ ايراني موسيقيءَ جا اٺ آستان مقرر ٿيا، جن ۾ هڪ مقام يا آستان جو نالو 'سندوستان يا سندان' هو. اهو 'سندان' اصل ۾ 'سنڌ آستان' هو. جنهن کي سنڌي موسيقارن جي راڳن سان ترتيب ڏنو ويو هو. ايراني اثر هيٺ ڪيترا عرب- ايراني راڳ ۽ ساز سنڌ ۾ رواج ۾ آيا. سنڌي ساز شرناءِ، چنگ، بينون ۽ ڪماچ سنڌ ۽ ايران ۾ مروج هئا.

عرب ايراني موسيقيءَ جا هيٺيان راڳ سنڌي موسيقيءَ جي نظام ۾ شامل ٿي ويا:

(1) زنگوله (جهنگلو)، جيڪو هند جي راڳ ۾ 'جنگلا' جي نالي سان ۽ سنڌ ۾ 'جهنگلو' مشهور آهي، جنهن جو لاڳاپو 'پيرو' ۽ اساوري ٺاٺ سان آهي.

ائين صديءَ جي شروع ۾ جڏهن مسلمانن سنڌ ۾ قدم رکيو ته سنڌ ۾ انهيءَ عوامي سنگيت جو ڇهچٽو ۽ چالامان هو. مسلمانن هن مقامي موسيقيءَ جي هنر ۽ فن جي قدرداني ڪئي.

'فتحنامہ سنڌ' عرف 'چچنامہ' ۾ ساوڙيءَ جي حاڪم امير محمد جي زباني واقعو بيان ٿيل آهي ته محمد بن قاسم، برهمڻ آباد فتح ڪرڻ کانپوءِ خميس ڏينهن تاريخ 3 محرم 94هه ۾ ڪوچ ڪري اچي ساوڙيءَ لڳ ڊنڊ وڪر بهار جي ڪناري تي منزل انداز ٿيو. اتي جا ماڻهو، جيڪي سپ ٻڌ ڌرم جا پوئلڳ هئا. ان موقعي تي سمن سربراهن راڳ ۽ راندين جي جشن سان محمد بن قاسم جو جيڪو استقبال ڪيو، ان جو بيان هن طرح ٿيل آهي: "پوءِ سمن جي قبيلن ڏانهن رخ رکيائين، جڏهن ويجهو پهتو ته هنن دهل ۽ شرنايون وڄائيندي، ناچ ڪندي سندس استقبال ڪيو."

سنڌ ۽ هند جي موسيقيءَ جي تاريخ ۾ هي هڪ نهايت اهم واقعو آهي، جنهن جو اکين ڏٺو بيان، تاريخ، مهيني، سال جي حوالي سان مقامي پرڳڻي جي حاڪم امير محمد جي زباني قلمبند ٿيل آهي. هي واقعو آڪٽوبر 713ع جو آهي ۽ پوري برصغير هندوستان ۾ موسيقيءَ جي جشن بابت، جيڪو سر زمين سنڌ تي واقع ٿيو، آڳاٽو اکين ڏٺو تاريخي واقعو آهي. سنڌ جي سر زمين جو هيءُ موسيقيءَ جو جشن پوري هندوستان ۾ موسيقيءَ جو (لکت ۾) پهريون جشن هو، جنهن ۾ مسلمانن شرڪت ڪئي. هي واقعو موسيقيءَ ڏانهن مسلمانن جي رخ ۽ رويي جو شاهد آهي. هن موسيقيءَ تي مسلمانن جي ٻن مشهور شخصيتن يعني خود اسلامي فوج جي امير ۽ سپهه سالار محمد بن قاسم ۽ سندس ساٿي ۽ صلاحڪار خريم بن عمرو المريءَ جو ڪردار معنیٰ خيز آهي. محمد بن قاسم پاڻ هن جشن کي پسند ڪيو ۽ خوشي ۽ خوش طبعيءَ وچان فرمائش ڪيائين ته موسيقار سندس ساٿي خريم جي آڏو بيهي ڌَس وڄائين، ڳائين ۽ نچي مجرو ڏيکارين. خريم نه صرف موسيقارن کي ٻڌو، پر سندن همت افزائي ۽ قدرداني ڪندي کين ويهه سونيون مهرون انعام طور ڏنيون. ڳائڻ، وڄائڻ ۽ ناچ جي هن جشن کان خريم ايترو ته متاثر ٿيو ۽ سنڌي موسيقارن ۽ فن جي مظاهري ۾ ايترو ته چاهه ۽ دلچسپي ڏيکاريائين. جو محمد بن قاسم کيس چيو ته انهن موسيقارن جي سرداري تنهنجي حوالي آهي. خريم ان وقت پنهنجي راءِ ڏيندي چيو ته جيڪڏهن اها سندن رسم آهي، ته هو نئين واليءَ جي اچڻ تي خوشيون ڪن ۽ ڏٽيءَ جا شڪرانا بجا آڻين ٿا ته پوءِ هيءَ نعمت وٽن هميشه قائم رهندي. نعمت مان مراد موسيقيءَ جي جشن واري خوشيءَ جي رسم هئي، جا سنڌ ۾ اصل کان هلندي ٿي آئي. هن مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته سنڌ ۾ ڳائڻ وڄائڻ ۽ نچڻ جو ڇهچٽو ۽ چالامان آڳاٽي وقت کان وٺي هلندو ٿي آيو هيو ته نه فقط ڳائڻ، پر سنگيت جي سرپرستيءَ جو سلسلو به شروع ٿيو جنهن جو تعلق پوڄا پاٺ سان نه هو، پر خوشيءَ ۽ جشن جي رسم سان هو، ٿيون ته عوامي سنگيت عوام آڏو کليل ميدان ۾ ادا ڪيو ٿي ويو ان مان سنڌ جي 'عوامي سنگيت' جي اهميت پوريءَ طرح روشن ٿئي ٿي. اها مثالي روايت هئي، جا پوءِ سڄي هندستان ۾ پکڙي ۽ پختي ٿي.

راڳ جي ڄاڻ بنيادي طور رياضيءَ جي علم (Mathematical Science) سان وابسته آهي. هند جي آڳاٽي دور ۾ جيتوڻيڪ علم رياضيءَ ڪافي ترقي ڪئي هئي، پر تارن، ستارن توڙي راڳ جي ابياس کي پنڊتن، علمي تحقيق ۽ رياضيءَ جي علم جي دائري کان ٻاهر رکيو هو. ڇاڪاڻ ته هنن راڳ توڙي نجوم کي ڌرمي پوڄا پاٺ ۽ ڪريا ڪرم جو ذريعو ڪري سمجهيو هو. راڳ کي خاص طور ديوتائن جي ايجاد ڪري ٿي مڃيائون. انهيءَ ڪري ان کي 'انساني علم' بدران ديوتائن جي ڌرمي روايت ڪري ٿي سمجهيائون. جنهن ۾ ردوبدل ۽ ڦيرگهير ڪرڻ ڌرمي ويساهه گهاتيءَ جي برابر هئي. ان جي برعڪس مسلمانن وٽ راڳ دين يا عبادت جو جز نه هو. انهيءَ ڪري مسلمان عالمن ۽ موسيقارن منڍ کان وٺي راڳ کي هڪ علم ۽ فن ڪري سمجهيو ۽ ان بابت نوان علمي نظريا قائم ڪيا.

سنڌي موسيقيءَ جو اسپين تائين وڃڻ ۽ انهن جي پنهنجي راڳ Conte Jondo ۾ ان جا اهڃاڻ هتان جي موسيقيءَ جي اثر کي ثابت ڪن ٿا، جنهن جو ذڪر عزيز بلوچ پنهنجي ڪتاب Spainish Cante Jando and Its origin in Sindhi Music ۾ ڪيو آهي.

**يونس بن سليمان ڪاتب** (وفات 107هه-765ع): پهريون مسلمان عالم ۽ موسيقار هو، جنهن موسيقيءَ بابت چار ڪتاب لکيا، جن مان 'ڪتاب النغم' خاص طرح موسيقيءَ جي علمي نظريي بابت هو. ان کانپوءِ 100 کن سالن اندر 44 ٻيا ڪتاب لکيا ويا، تان جو مشهور عالم ۽ فيلسوف الڪندي (وفات 260هه-874ع) موسيقيءَ جي علم ۽ فن، نغمن جي ستاءَ، تار ۽ ايقاع، عود ۽ قانون وغيره، سازن جي بناوت وغيره جي موضوعن تي 12 ڪتاب لکي، موسيقيءَ جي علمي مطالعي (Scientific study) جا بنياد مضبوط ڪيا، ڪانئس پوءِ فارابي (وفات 399هه-950ع) جيڪو وڏو عالم، فيلسوف ۽ ماهر موسيقار هو، ان موسيقيءَ بابت ڪتاب لکيا، جن مان 'ڪتاب الموسيقي الڪبير' ۾ موسيقيءَ جي علمي نظريي جي تڪميل ڪيائين. ساڳئي دور ۾ مسعوديءَ (وفات 345هه- 956ع) جهڙو جڳ مشهور عالم، مؤرخ، محقق ۽ سياح ساماڻو، جنهن موسيقيءَ جي بين الاقوامي تقابلي تحقيق جو بنياد وڌو. مسعودي (ابو الحسن علي بن الحسين بن علي) دنيا جي مختلف ملڪن ۽ قومن جي موسيقيءَ بابت تفصيلي طور تحقيق ڪئي، جنهن کي پنهنجي تصنيف 'ڪتاب الزلف' ۾ قلمبند ڪيائين. هو پنهنجي مشهور ڪتاب 'مروج الذهب' ۾ ٻڌائي ٿو ته: "راڳ توڙي وڄت جا ساز، جيڪي مختلف قومن جهڙوڪ يوناني سنڌي ۽ هندي استعمال ڪن ٿا، تن بابت بحث ڪيل آهي."

سنڌ ۽ هند جي سازن ۽ راڳ بابت تحقيق مسعوديءَ، خود سنڌ ۽ هند جي سر زمين تي اچي ڪئي. هو 300هه کان 303هه/912ع کان 915ع واري عرصي ۾ ڦهريائين سنڌ آيو جتي سنڌ جي موسيقيءَ ۽ سازن بابت معلومات حاصل ڪيائين ۽ ان کانپوءِ اڳتي هند ۾ وڃي معلومات حاصل ڪيائين. ائين صدي عيسويءَ کان وٺي ڇهن سَون سالن تائين يعني تيرهين صدي عيسويءَ تائين عرب، ترڪ، ايراني موسيقيءَ ۽ سنڌي ۽ هندي موسيقيءَ جو هڪ ٻئي تي وڏو اثر پيو. جهڙيءَ طرح قديم ايراني موسيقيءَ جا ٻارهن مقام (سُر) هئا، اهڙيءَ طرح هند جي موسيقيءَ ۾ پڻ ٻارهن سُرن جو نظريو موجود هو. هند جي روايت موجب اصل سُر ست هئا، جن مان ڦهريون ۽ پنجون سُر قائم سُر ۽ باقي پنجن سرن مان هر هڪ کي ٻن حصن ۾ ورهائي، ٻارهن سُر پورا ڪيا ويا. هن ورهاست مان ثابت ٿئي ٿو ته ان جو مقصد صرف اهو هو ته جيئن ٻارهن مقامن وانگر ٻارهن سُر پورا بيهاريا وڃن.

عرب ايراني موسيقيءَ ۾ مختلف ملڪن ۽ شهرن جي راڳن کي تسليم ڪري، انهن کي انهن ملڪن ۽ شهرن جي نالن سان عراق، حجاز، زنگوله (زنگ يا آفريڪا جو راڳ)، اصفهان، زابل وغيره سڏيو ويو. انهن راڳن کي مسلمان موسيقارن سنڌ ۽ هند ۾ آندو. اهي راڳ نهايت مقبول ٿيا ۽ انهن مان گهڻ ۾ گهڻ ٽي راڳ ته مقامي راڳ جو جز بڻجي ويا. 'نوروز' کي 'روچڪ'، زنگوله کي 'جنگله' (جهنگلو) ۽ حجاز کي هجاج، هجيج يا 'هيجوجي' جي نالن سان هندستاني راڳ جي دائري ۾ دائمي جڳهه ملي. انهن ٻارهن ملڪي نالن وارن راڳن جي رواج ۽ مقبوليت سان اهي راڳڻيون، جيڪي هندستان جي مختلف ماڳهن ۾ مقبول هيون، تن جي اهميت وڌيڪ تسليم ٿيڻ لڳي ۽ انهن کي سندن ملڪي نالن سان سڏڻ جو رواج اڳ کان گهٽجو ويو.

9 صديءَ کان وٺي 13 صديءَ واري دور ۾ هندستان سان لاڳو اسلامي ملڪن (وچ ايشيا، ايران ۽ عرب ملڪن) ۾ موسيقيءَ جي علم، فلسفي ۽ فن توڙي سازن جي تار ۽ وڄت، نغمن جي تاليف ۽ انگن بابت ايڏي ته تحقيق ٿي، جو ان وقت جي دنيا ۾ ان جو مثال نه ٿو ملي. مسعودي ۽ فارابيءَ کانپوءِ ابو الفرج اصفهاني (وفات 356هه - 967ع)، ابن سينا (وفات 428هه- 1007ع)، ابن زيلا (440هه- 1048ع) ۽ صفي الدين ارموي بغداديءَ (693هه-1284ع) جهڙا موسيقيءَ جا وڏا عالم فيلسوف ۽ ماهر موسيقار پيدا ٿيا، جن موسيقيءَ جي سائنس، فلسفي ۽ فن کي اوج تي پهچايو. 13 صدي عيسويءَ جي آخر تائين موسيقيءَ بابت سوين ڪتاب لکيا ويا، جن مان اڄائي سؤ ڪتابن جا نالا ملن ٿا ۽ انهن مان گهڻا اڄ تائين موجود آهن. جيئن ته هندوستان ان وقت مسلمانن جي تسلط هيٺ هو ان ڪري ٻين وارن ملڪن ۾ موسيقيءَ جي سائنس ۽ فن ۾ ايڏي وڏي ترقي ٿي، جو هندستان جي راڳ جي روايت تي اثر پوڻ لازمي هو.

سنڌي موسيقي تمام مڌم، ڪومل ۽ ملن سرن تي ٻڌل آهي، مڌم سرن بابت ماهر چون ٿا ته زمانو جيئن قديم ٿيندو ويو ٿو تيئن سُر به وڌيڪ قديم ٿيندا وڃن ٿا. جهڙيءَ ريت چين جا سر آهن. انهيءَ ڳالهه مان ثابت ٿئي ٿو ته مڌم سرن وارا راڳ ۽ راڳڻيون آڳاٽين تهذيبن مان سرجي نڪتيون آهن. اسان وٽ قديم کان جديد دور تائين مڌم سرن جو هڪ تسلسل هلندو اچي پيو روس جو موسيقيءَ جو وڏو ماهر سوليو مسڪي چوي ٿو ته سموريون قديم راڳڻيون سُرن ۾ مٿان کان هيٺ لهن ٿيون، جيئن پراڻيون، تيئن گهٽ. ڏٺو وڃي ته هن عالم جي راءِ سنڌي موسيقيءَ تي برابر اچي ٿي. هڪ ٻيو موسيقيءَ جو ماهر آسڪر ٿامس چوي ٿو ته يوناني لوڪ گيتن ۽ ايشيائي سنگيت ۾ محويت ۽ سرن جي ادائگي ساڳي آهي. سندس خيال ۾ به قدامت جو سلسلو سنڌي موسيقيءَ جي حق ۾ وڃي ٿو. يونان، موسيقي، مصوري ۽ رقص جي حوالي سان تاريخ ۾ پنهنجي هڪ ڌار سڃاڻپ رکي ٿو، جيترو فن يونان ۾ هو اوترو دنيا ۾ ڪنهن ٻئي هنڌ ڪونه هو. فلسفي، علم، مذهب ۽ ثقافت جا سمورا پهلو يونان ۾ ملن ٿا. بلڪل اهڙيءَ ريت سنڌ ۾ موهن جي دڙي جي تهذيب، تاريخ ۽ علم جي آثارن سان پيٽ ڪري سگهجي ٿي ته اسان وٽ يونان کان به اڳي اهي سمورا لطيف فن موجوده هئا. تهذيبي حوالن سان ڏٺو وڃي ته عبراني، يوناني، مصري، عربي يا ايراني ثقافتي غلبي سنڌي ثقافت تي به اثر وڌو ۽ سنڌ انهيءَ اثر کي قبول ڪيو پر پاڻ سنڌ به انهن قديم تهذيبن تي ثقافتي اثر ڇڏيا آهن. تنهنڪري سنڌي موسيقيءَ ۾ بيان ڪيل قديم تهذيبن جو اثر ملي ٿو. موسيقيءَ جي تاريخ ۾ ڦهرين ٽن سرن تي نظام ٻڌل هو، پوءِ پنجن سرن تي ٻڌل نظام رائج ٿيو جيڪو چين ۾ 2600 ق.م ۾ ملي ٿو. اهو ئي موسيقيءَ وارو نظام سنڌ ۾ به ملي ٿو. سنڌ جا قديم ساز، بانسري ۽ بوڙينڊو، موهن جي دڙي جي آثارن مان دريافت ٿيا هئا. تن ۾ ٽن کان پنج سوراخ آهن، مطلب ته پنج سُر آهن. سنڌ ۾ عربن جي دور ۾ چنگ، بانسري، ڪماچ، دف، بوڙينڊو ۽ ڪينرو ملن ٿا. عرب پاڻ سان گڏ مگرمانن وارا طبل به کڻي آيا هئا، جيڪي حبشي خوشيءَ وارن ڏينهن تي وڄائيندا هئا. پر اهي سنڌ ۾ رائج نه ٿي سگهيا. البت سنڌ ۾ رهندڙ شيدي ميلن جي موقعن تي اهي طبل کڻي مظاهرو ڪندا آهن. اهو رقص جو قسم سنڌ سان گڏ بلوچستان ۾ اڄ به ڪن هنڌن تي پيش ڪيو وڃي ٿو.

سومرن جي زماني ۾ پاڻن، پٽن، ۽ چارڻن سنڌي موسيقي ۽ شاعريءَ (خاص ڪري ڳاهن) کي عام ڪيو. دودي سومري جي واقعي جا رزميه ڪلام چيا ويا. حڪمرانن جي خلاف توڙي سورهين جي ساراهه ۾ بيت (ڳاهن جي صورت ۾) چيا ويندا هئا. سنڌي موسيقيءَ ۾ 'ڳيچ' ۽ لولي تمام آڳاٽا ڳائڻ جا نمونا آهن. پر تاريخي حوالي طور هن صنف جو ذڪر هن دور ۾ ئي ملي ٿو لفظ 'ڳيچ' جي معنيٰ آهي 'ڳاءِ'. خوشيءَ جي موقعن تي عورتون جيڪي گيت ڳائينديون هيون، تنهن کي 'ڳيچ' يا 'ڳاچ'/ 'ڳيجهه' چيو ويندو هو. 'ڳيچ' سنڌي ثقافت جا ترجمان

آهن. جن ۾ سنڌي ريتون، رسمون نظر اچن ٿيون. سومرن جي دور ۾ مرڪان شيخڻ جا ڳيچ ملن ٿا، جيڪي سڀ ڪان پراڻا گيت آهن. سومرن جي دور ۾ سنڌي موسيقيءَ جو اهم ڪردار ’ٻيجل‘ ملي ٿو. هن ئي دور جو داستان ’سورٺ راءِ ڏياچ‘ آهي، جنهن جو موسيقيءَ جي حوالي سان گهرو واسطو آهي. هيءُ سر، سنڌ جي اڳوڻي رياست ڪانياواڙ جو آهي. سُرندي جي سرن تي مست ٿي ڪنڌ ڪپائڻ واري ڳالهه ثابت ڪري ٿي ته هتي سُرن ۽ سازن جو قدر ۽ اثر ڪيترو رهيو آهي. هن ئي سر ۾ شاهه لطيف ’قوال‘ جو به ذڪر ڪيو آهي. ٻيجل کي هن قوال، مڱڻهار، مڱتي، پينار، جاچڪ ۽ چارڻ جي الڳ الڳ نالن سان سڏيو آهي. جنهن جو ڪم ڳائڻ وڄائڻ آهي. سُرندو، ٻيجل جو ساز هو جيڪو ڪاٺ جي ڏکي ٽڪر کي کونچو ناهي، چار تارون لڳائي، گزسان وڄايو ويندو هو. جيڪو ڪمانيءَ وانگر هوندو هو. هن ساز جي وڄائڻ جو اصول سارنگيءَ وانگر ئي ٿو. هن ساز جو ذڪر عيسائين جي پاڪ ڪتاب ’بائيبل‘ ۾ به آهي.

سنڌ ۾ سمن جي دور ۾ سنڌي موسيقيءَ ۾ اجا به تبديلي آئي. سماع جون محفلون، قواليون ۽ ايراني موسيقي سنڌ ۾ آئي. هن دور جو وڏو شاعر قاضي قادن هو. هن دور ۾ ئي نوري ڄام تماچيءَ جو داستان مشهور ٿيو. سمن جي دور ۾ سنڌ جون حدون وسيع ٿي چڪيون هيون. ’ڍول مارو‘ هن دور جو قصو ۽ راڳ هو. ارغونن ۽ ترخانن جو دور به ساڳي موسيقيءَ سان هلندو آيو. هن دور ۾ سماع ۽ قواليءَ جو رواج وڌي ويو هو. شاهه ڪريم جهڙو بزرگ شاعر به ’قواليءَ‘ کي پسند ڪندو هو. هڪ پيري قواليءَ جا خاص فنڪار دهليءَ کان نئي آيا هئا، جتي شاهه ڪريم پنهنجي قيمتي چادر ڪلهن تان لاهي قوالن کي داد ۾ ڏئي ڇڏي، تنهن زماني ۾ فنڪارن جو ايترو قدر هوندو هو. ايراني ۽ افغاني روايتون ۽ رسمون به هتي رائج ٿيون. موسيقيءَ سان گڏ ساقين جا ناچ به ٿيڻ لڳا. ارغونن ۽ ترخانن جي وقت ۾ ايران ۽ افغانستان مان خريد ڪيل خوبرو ڇوڪرا دائرو ناهي نچندا هئا. نقش، گل، قول قلبانه، زنگوله ۽ ترانه جهڙيون صنفون ايجاد ٿيون ۽ اصل موسيقيءَ جو رنگ روپ ئي تبديل ٿي ويو سنڌ جي ناماري محقق ۽ عالم پير حسام الدين شاهه راشديءَ جي تحرير موجب هن دور کي ثقافت جي ڏي وٺ جو دور سڏجي ٿو. فارسيءَ جا لفظ ۽ ترڪيبون سنڌي ٻوليءَ جو جز بڻيا، جنهنڪري ٻولي ۽ موسيقيءَ ۾ نئين وسعت، رنگيني ۽ نئين معنويت پيدا ٿي. موسيقيءَ ۾ نوان رنگ ۽ سر داخل ٿيا ۽ سنڌ جي موسيقيءَ کي وسعت ملي.

سنڌي ادب ۽ موسيقيءَ جو سونهري دور ڪلهوڙن جو دور آيو ته سنڌي موسيقي به اوج تي پهچي چڪي هئي. هن زماني ۾ ڪلاسيڪل ۽ نيم ڪلاسيڪل راڳ وجود ۾ اچي چڪو هو. سنڌي قوم هن طرز جي موسيقيءَ کي تمام جلد قبول ڪيو ۽ پسند ڪيو. هن دور ۾ راڳ عام ٿيو. ميراثي ۽ گويا خاص سکيا وٺي محفلن ۾ ڳائڻ لڳا. راڳ سينڌوي، راڳ ڀيروي، بلاول، سورٺ، رامڪلي، ڪيدار/ ڪيڏارو، ڪلياڻ، يمن ڪلياڻ، مالڪوس، درٻاري، ديسي ۽ راڳ ميگهه سنڌ ۾ پسند ڪيا ويندا هئا. هن دور ۾ شاعرن جو سرتاج شاهه لطيف موسيقيءَ جو وڏو ڄاڻو پيدا ٿيو. هن ’دنبورو‘ ساز ايجاد ڪيو. دنبورو اصل ۾ مصر جي ساز ’تانپوري‘ مان ناهيو ويو. تانپوري ۾ چار تارون ٿينديون آهن ۽ شاهه لطيف واري دنبوري ۾ پنج تارون جوڙيون ويون. ان کان سواءِ هن ۾ فقط ساز لاءِ نه، پر تال جو به فائدو ورتو ويو. يڪتارو به هن دور جو عام ساز رهيو آهي. هيءُ هڪڙي تار تي ٻڌل ساز آهي، سادا ئي فوٽ سنهي ۽ ڏکي ڪاٺيءَ جي مهڙ ۾ ڪدوءَ جي تنبيءَ کي سُڪائي نصب ڪيو ويندو آهي، جنهن تي فولاد جي سنهي تار چڙهيل هوندي آهي. يڪتارو هڪ صوفياڻو ساز آهي، نهن جي بناوت ۾ شروع ۾ هڪ تار لڳائي وئي، جيڪا ’کرج‘ يعني ’سا‘ سان ملائي ويندي هئي، پر اڳتي ڪجهه صوفي درويشن ان ۾ ترميم آڻي هڪ ٻي به تار لڳائي، جيڪا ’پنچم‘ يعني ’پا‘ سان ملائي ويندي هئي، اهڙي قسم جي يڪتاري کي اڪثر ’دوتارو‘ سڏيو ويندو هو. سنڌي موسيقيءَ جو هي دور پنهنجي الڳ حيثيت رکي ٿو. ٺٽي کان وٺي ملتان تائين سنڌي ساز سرود جون محفلون مچنديون هيون. هن دور ۾ شاهه سائينءَ وٽ دهليءَ جا مشهور ڳائڻا ’اٽل‘ ۽ ’چنچل‘ آيا هئا. ڪلهوڙن جي دور ۾ ٺمري، ڪافي، وائي ۽ قواليءَ جي صنفن ۾ صوفياڻو راڳ ڳايو ويو.

ڪلهوڙن ڪانپوءِ ٽالپرن جي دور ۾ سچل سرمست جهڙو اهم صوفي شاعر ملي ٿو. جنهن جو به موسيقيءَ سان گهرو لاڳاپو رهيو. هن دور ۾ دهل جي وڄت، شرناءِ، چپڙيون، دلو، نغارو، ڍولڪ، نڙ، مرليون، چير ۽ يڪتارو عام ساز هئا. سچل جي ’گهڙولي‘ وجد واري ڌن آهي. ڏانڊين ۽ ٽليءَ جو هن دور ۾ رجحان ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ناچ ۽ جهمريون به محفلن ۾ عام ڄام هيون ٽالپر حڪمران محفلن جا شوقين هئا. پر ساڳئي وقت مذهبي خيالن جا به هئا. سنڌ ۾ محرم جي مهيني ۾ مرثين/ نوحه خوانيءَ جو رواج به هن دور کان عام ٿيو. ڪرتال به سچل جي زماني جو ساز آهي. ٽالپرن جي دور ۾ سنڌي موسيقي اوج تي رهي، نوان ساز ۽ انداز ۽ جدت آئي.

ٽالپرن ڪانپوءِ انگريز دور ۾ سنڌي موسيقيءَ کي تمام گهڻو پسند ڪيو ويو. ديسي سازن ۽ سرن کي ٻڌي انگريزن خوب داد ڏنو. راڳ جي پذيرائي ۽ فنڪارن جي قدرداني ڪئي. انگريز سنڌي ساز الغوزو ٻڌي مست ٿي ويندا هئا. هتي امير خسرو واري موسيقي به عام هئي. هارمونيم، قوالي ۽ صوفي راڳن لاءِ بهترين سهارو رهيو. هن دور ۾ جنهن موسيقار يا گلوڪار وٽ پنهنجو هارمونيم هوندو هو. ان کي شاهوڪار سمجهيو ويندو هو. انگريز سنڌ ۾ برطانوي باجو، وائلن ۽ پيانو کڻي آيا. جديد سازن جي استعمال باوجود سنڌي موسيقيءَ جو درجو پنهنجيءَ جاءِ تي قائم رهيو انگريزن جي دور ۾ سنڌ جو ڪمشنر بارٽل فريئر به سنڌي راڳ رهاڻ جو شوقين هو. سنڌي لوڪ سرن ۽ ڌنن تي مست ٿي ويندو هو. بارٽل فريئر جي ڏيءَ به موسيقيءَ سان دلچسپي

سنڌي موسيقيءَ جي تاريخ

رکندي هئي، هوءَ شاهه لطيف جي راڳ کي نه سمجهندي ۽ غور سان ٻڌندي هئي، انگريز پنهنجي جديد سازن هوندي سنڌي موسيقيءَ کي پسند ڪندا هئا.

ورهاڱي کانپوءِ موسيقيءَ جي دنيا ۾ ڪافي تبديلي اچي وئي، گٽار، زائلوفون، سيڪسوفون، مائوٿ آرگن، ڊرم، بگل ۽ ٽاگس وغيره جهڙا مغربي ساز رائج ٿيا. سنڌي موسيقيءَ ۾ به آهستي آهستي اهي ساز شامل ٿيندا ويا، نئين زماني کان نئين روپ ۾ سنڌي موسيقي اڀري آئي، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي موسيقي ٻاهرئين اثر کي قبول ڪيو اهڙيءَ ريت سنڌي موسيقي جديد شڪل اختيار ڪري چڪي. اهڙي جديد شڪل اختيار ڪرڻ جي باوجود ڌرتيءَ جي خوشبوءِ سُرن مان پکڙجندي رهي، سنڌي موسيقيءَ جا سُر هندستان جي موسيقيءَ کي به متاثر ڪري چڪا آهن، جن پنهنجن فلمي گانن ۾ ڪجهه سنڌي ڌنون کنيون آهن. پاڪستاني فلمن توڙي اردو عام گانن ۾ سنڌي سُر وڏي تعداد ۾ داخل ٿي ويا. لتا منگيشڪر، محمد رفيع، رونا ليلي، مهدي حسن ۽ راحت فتح علي خان تائين عالمي شهرت رکندڙ فنڪارن به سنڌي ڪلام ڳايا آهن. مختلف يونيورسٽين ۾ موسيقيءَ جي تحقيق ۾ سنڌ جي موسيقيءَ کي اهميت ڏني پئي وڃي. سنڌي لوڪ موسيقيءَ ذريعي اينٿراپالاجيءَ تي تحقيق ٿئي ٿي. ڳاهڻ، ڳيچ، لوڪ گيت، صوفي راڳ، ڪلاسيڪل راڳ، گهڙولي، ڌمال، وائي، ڪافي، قومي گيت، فلمي گيت، عارفانا ڪلام، غزل، ڀڳت ڪولگو ۽ آرڪيسٽرا تائين سنڌي موسيقي سرن جي ورکا جاري رکيو اچي. ريڊيو پاڪستان ۽ آل انڊيا ريڊيو جي سنڌي سروس يا بي. بي سي جي سنڌي سروس کان پوءِ عالمي سطح تي سنڌي موسيقيءَ کي ميڊيا سيٽلائيٽ چينلن ذريعي پهچايو وڃي ٿو 'ڪشش ٽي. وي' سنڌي موسيقيءَ جو پهريون خالص چئنل آهي، جنهن تان قديم، جديد ۽ لوڪ سرن جي ورکا ٿيندي رهي ٿي، ايف. ايم ريڊيو 'سچل' چئنل ۽ ٻين ڪيترن چئنلن؛ مهراڻ ٽي. وي، سنڌ ٽي. وي، آواز ٽي. وي وغيره سنڌ ۾ سنڌي موسيقيءَ جو پليٽ فارم مهيا ڪيو آهي. موبائيل فون تي رڪارڊنگ سنڌي ڌنون، سر ۽ گانا رنگ ٽيون جي صورت ۾ اچي چڪا آهن.

انگريزن جي دور ۾ گراموفون جي رڪارڊن کان وٺي اڄ جي دور جي سي. ڊي، ڊي. وي. ڊي ۽ ميموري ڪارڊ تائين موسيقي پکيڙڻ جا ذريعا موجود آهن. انگريز دور کان موسيقي رڪارڊ ٿيڻ لڳي، ان کان اڳ راڳ سينو به سينو قائم رهندو آيو جنهن جو مثال شاهه لطيف جي درگاهه جو راڳ آهي. شاهه لطيف جو راڳ تمر فقير جي دور کان اڄ تائين شاهه جي درگاهه تي ساڳئي انداز سان هلندو اچي. هي راڳ جو ادارو بنا ڪنهن سرڪاري سرپرستيءَ جي روز بروز وڌندڙ آهي ۽ نون راڳين جو اضافو ٿيندو رهي ٿو. شاهه لطيف جي حياتيءَ کان وٺي نسل در نسل فقيرن جون ٽوليون اڄ سوڌو شاهه جي راڳ ۽ انداز کي منتقل ڪنديون اچن. اهڙيءَ ريت سنڌي موسيقيءَ جو تسلسل موهن جي دڙي کان وٺي موجوده وقت تائين ڌرتيءَ سان جڙيل رهيو آهي. سنڌي سنگيت ۽ ثقافت جي شاهوڪاري ان جو وڏو ثبوت آهي.

موسيقيءَ جو فن، ٻين فنن وانگر ڪڏهن پابند نه رهيو آهي. هن فن ۾ هر دور ۾ ڪجهه نه ڪجهه حرڪت ۽ تبديلي ايندي رهي آهي. پوءِ به ٽن هزارن سالن اندر هن فن ۾ بنيادي تبديليون آيون آهن. قديم زماني ۾ موسيقيءَ جا ٽي گرام تسليم ڪيا ويندا هئا. جن ۾ کرج گرام، گنڌار گرام، مڌم گرام شامل هئا. هنن گرامن جو ذڪر ڀرت نٽ شاستر ۽ ويدن ۾ ملي ٿو. علمي طرح گنڌار گرام ۽ مڌم گرام، ڪيترين صديون اڳ ختم ٿي چڪا هئا، باقي موسيقيءَ جو دارومدار 'کرج گرام' تائين محدود ٿي ويو. کرج، گنڌار ۽ مڌم موسيقيءَ جي ستن سُرن مان ٽن سرن جا نالا آهن ۽ گرام جو مطلب آهي 'شروع ڪرڻ واري جاءِ'. قديم موسيقيءَ ۾ کرج ۽ پنجم سر قائم نه هئا، پر انهن ۾ به ٻين سرن وانگر لاها ۽ چاڙها هئا. هي سُر ڪومل ۽ تيور سرن جي صورت ۾ به استعمال ٿي سگهندا هئا، پر موجوده موسيقيءَ ۾ اهي ٻئي سُر غير متحرڪ آهن، جن کي موسيقيءَ جي زبان ۾ 'شڌ' يا 'قائم' سُر چئبو آهي.

بنيادي طرح موسيقيءَ جي سرن جي لحاظ ۽ تعداد کان ڪل 72 ٺاٽ هئڻ گهرجن ۽ اوائلي دور ۾ ٺاٽ ٿي معرض وجود ۾ آيا هئا. جن جو ثبوت اڄ به موسيقيءَ جي پراڻن ڪتابن ۾ موجود آهي. پر اتر هندستان جي موسيقارن پنهنجي سهولت ۽ آسانيءَ خاطر انهن 72 ٺاٽن کي سميٽي ڏهه ٺاٽ تيار ڪيا، جيڪي هن وقت جي شاسترن يعني 'ڪلاسيڪل سنگيت' جي بنياد جي حيثيت رکن ٿا. اهي ڏهه ٺاٽ هي آهن: (1) ڀيروي ٺاٽ، (2) ڪلياڻ ٺاٽ، (3) ڀيرو ٺاٽ، (4) آساوري ٺاٽ، (5) ڪافي ٺاٽ، (6) بلاول ٺاٽ، (7) کماج ٺاٽ، (8) توڙي ٺاٽ، (9) پوربي ٺاٽ، ۽ (10) مارروا ٺاٽ.

ڏهين ٺاٽ 'مارروا' لاءِ وڏن موسيقارن کي ڪجهه اختلاف آهن. ٺاٽ جو بنيادي شرط آهي ته ان ۾ موسيقيءَ جا ست ئي سر باقاعدي استعمال ٿيندا هجن، پر مارروا ٺاٽ ۾ ڇهه سر لڳن ٿا. ٺاٽن جي عدد جو گهٽجي ڏهن تائين اچڻ سان گڏ 'متن' وارو تصور به وجود ۾ آيو 'مت' لفظ جي معنيٰ آهي طريقو يا لهجو ان وقت ڪيترن علائقائي، مذهبي ۽ مسلڪي رجحانن جي ڪري ڪيترائي 'متون' سامهون آيون. مثال طور: ڪرشن مت، شڌ مت، شو مت، ڀاگر مت وغيره، پر آهستي آهستي ٺاٽ جي سگهه اڳيان متن وارو طريقو غير موثر ٿيندو ويو ان بعد 'گهرانن وارو طريقو' متعارف ٿيو موسيقيءَ جا گهرانا ٺهيا، جن مان ڪجهه هن وقت پوءِ به پساهن ۾ آهن. ساڳي صديءَ ۾ موسيقيءَ جي صنفن ۾ به تبديليون آيون. سڀ کان پهرين گائڪيءَ جي صنف، جنهن جو نالو 'ڌرو' هو ان جي جاءِ پربند گائڪيءَ ورتي. چوڏهين صديءَ ۾ 'پربند' جي جاءِ تي 'ڌرپد' آئي، جيڪا ڪافي عرصو موسيقيءَ تي حڪمرانيءَ جي انداز ۾ ڇانيل رهي ۽ ان دور جي وڏن وڏن گُني ۽ گياني

استادن جو ترڪو مارڪ ’ڌرپد‘ جي گائڪي رهي ۽ موسيقيءَ جي مهارت جو معيار ڌرپد گائڪيءَ ذريعي ڏٺو ۽ پرکيو ويندو رهيو.

پنهنجي وقت جو عظيم موسيقار تانسين به ’ڌرپد گائڪيءَ‘ جو وڏو ڄاڻو آهي. ان کان سواءِ پنڊت هري داس سوامي، نائڪ گوپال، نائڪ برجو نائڪ بخشو منشي غلام محمد وغيره ان دور جا عظيم ڌرپد گائڪ هئا. ڪلاسيڪل موسيقيءَ مٿان ڌرپد گائڪيءَ جي حڪمراني ارڙهين صديءَ جي آخر تائين قائم رهي. 18صديءَ جي آخر ۾ ’خيال گائڪي‘ دستوري موسيقيءَ ۾ داخل ٿي ۽ اُن پنهنجي منفرد تان، ميند، مرڪ، مورڇنا، سرگم ۽ لئه جي خوبصورت چالن ۽ بندشن جي ڪري گائڪيءَ جي باقي صنفن کي ڏڪي پوئتي ڪري ڇڏيو.

سنڌي موسيقيءَ جا سُر: ننڍي کنڊ ۾ ڪلاسيڪي موسيقيءَ ۾ جتي هندومت جي ڌرمي راڳ ۽ سنگيت ڪلا ۽ نٽ شاستر جو اهم حصو آهي، اتي ڪي عنصر ۽ نقش، مسلمان موسيقارن جي ڪاوشن جو نتيجو آهن. جڏهن ڪلاسيڪي راڳ جي عظيم موسيقار امير خسرو پنهنجا انقلابي تجربا ڪيا. ته راڳ/ ڪلاسيڪي موسيقي ڌرپد جي طرز ۾ وڏين بلندين تي پهتي ۽ اڳتي هلي مغل بادشاهه اڪبر جي دربار جي راڳي موسيقار تانسين جي املهه ايجادن جو حصو بڻي. اها نئين برپا ڪيل موسيقيءَ جي روايت هئي، جنهن کي جونپور جي سلطان حسين شرقيءَ ’خيال‘ ۾ محفوظ ڪيو.

پاڪستان جي مڙني علائقن مان رڳو سنڌ ئي مقبول موسيقيءَ جي اعليٰ ۽ ممتاز قسمن جي مالڪ هئڻ جي دعويٰ ڪري سگهي ٿي. پهرئين قسم ۾ لوڪ گيت جهڙوڪ: ليالي همرچو جمالو ۽ مورو وغيره شامل آهن. جن جون 50 کان وڌيڪ طرزون آهن. انهن لوڪ گيتن مان ڪجهه گيت پاڪستان جي ٻين علائقن ۾ ڳائجندڙ گيتن سان مشابهت رکن ٿا. روايتي سُر موسيقيءَ جي نمونن ۽ طرز جي مخصوص قسمن کي ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي حوالي سان هيٺين مثالن مان واضح ڪري سگهجي ٿو:

سُر کوهياري: کوهياريءَ جو تعلق کماچ ٺاٺ (Khamach Thaath) سان آهي. ان جي ڪجهه بلاول سان پڻ مشابهت آهي، جيئن راڳ ’آسا‘ تي اهم اثر ڇڏي ٿي. ان جو اڀرندڙ آواز سا، گا، ما، پا، ڌا، ني، سا، ني، ڌا، پا ۽ ما، گا، ري آهي. هن جي مخصوص سڃاڻپ آهي ته هن سر ۾ ٻئي (نرم ۽ تيز) استعمال ڪيا وڃن ٿا.

سُر راڻو: هن سر جو تعلق ڪافي ٺاٺ سان آهي. سُر جي اڀرندڙ آواز ۾ گنڌار (Gandhar) وڪر آهي. اهو ديسي ٽوڙي ۽ سنڌوڙي سان مڪمل ۽ ناراڻي ۽ ڪافيءَ سان ڪجهه مشابهت رکي ٿو ان جو اڀرندڙ آواز سا ري، ما، پا، ڌا، سا ۽ لاهه ۾ سا ني، ڌا، پا، ماري، گاري ۽ سا آهن.

سر مانجهه (Sur Manjh): هي سر ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي سخت اصولن سان نه ٿو لهي ۽ قياس ڪندڙ نظريه دان (Theoerists) ان کي قبول نه ٿا ڪن. هن سر جا اڀرندڙ آواز کماچ جهڙا آهن، جڏهن ته لهندڙ آواز ڪيداري سان مشابهت رکن ٿا. ٻئي مڌم (نرم ۽ تيز) ساڳئي وقت هن راڳ ۾ استعمال ڪيا وڃن ٿا. ڪلاسيڪي روايت مطابق ڪلاسيڪي موسيقيءَ جا ماهر لهندڙ آواز ۾ نرم مڌم کي قبول نه ٿا ڪن. سر مانجهه جا اڀرندڙ آواز سا، گا، پا، ڌا، ني، سا ۽ لهندڙ سا، ني، ڌا، پا، ما، گاري، سا آهن. انهن آوازن جي لهندڙ نموني جو پهريون ميلاپ سا، ني، ڌا، پا، ما (تيز) همير ڪلياڻ سان مشابهت رکي ٿو.

سر سنڌي ڀيروي: هي ڪلاسيڪي موسيقيءَ جو جاتل سڃاتل نمونو آهي. آساوري ٺاٺ (Asavari Thaat) مان نڪتل هن سُر کي ڪلاسيڪي ڀيرويءَ مان مختلف ڪري سگهجي ٿو سنڌي ڀيرويءَ جي مکيه خاصيتن ۾ رکب (Rikhab)، آواز (تيز) جو بار بار استعمال ۽ نکاد (Nikhad) (تيز) آواز جو ڪنهن ڪنهن استعمال آهي.

سر لوڙائو: هي سُر ڀهاڙيءَ سان مشابهت رکي ٿو ۽ ان جو ممتاز مڌم آهي. اڀرندڙ آواز ۾ درگا ۽ لهندڙ آوازن ۾ ڪافيءَ سان مشابهت رکي ٿو ان جو اڀرندڙ آواز سا، ري، ما، ڌا، سا ۽ لهندڙ سا، ني، ڌا، پا، ما، گا، ري، سا، ما آهن. هي سر عام طور کان ٽيپ سا (Teep Saa) ڏانهن ڳايو وڃي ٿو مثال طور: ’ما‘، ’ڪي‘، ’سا‘ ۾ تبديل ڪري اڳيون ’سا‘ مقرر ڪجي ٿو.

سر سورٺ: هي ڪلاسيڪي موسيقيءَ جو نمونو آهي ۽ ڪلاسيڪي راڳ ديس (Des) سان مشابهت رکي ٿو راڳ ديس جي چڙهندڙ لهجي مان گنڌار آواز لهي ٿو ۽ سورٺ جو روپ وٺي ٿو ان جو چڙهندڙ لهجو سا، ري، ما، پا، ني، سا ۽ لهندڙ لهجو سا، ني، ڌا، پا، ما، ري، سا آهي. سنڌ ۾ ڳائڻا عام طور راڳ ديس ڳائي، ان کي سورٺ سڏين ٿا.

سر پرڀاتي: هي بلاولي ٺاٺ سان تعلق رکندڙ راڳ آنند ۽ ڀيرون (Bhairon) سان مشابهت رکي ٿو.

سر معذور: هي سري راڳ سُر سان مشابهت رکي ٿو. جيئن سري راڳ جي لهجي پنچم (Puncham) کي ختم ڪري پيدا ڪيو وڃي ٿو. مڌم جي وڃائڻ سان ان جي خوبصورتي ۽ اثر ۾ واڌ اچي ٿي. سري راڳ جي چڙهندڙ لهجي ۾ گنڌار ۽ ڌيوت (Dhiavat) شامل ڪري معذور جو قسم پيدا ڪيو وڃي ٿو. مڌم ان جي لهندڙ لهجي ري، ني، ڌا، ما، ما، گاري، سا ۾ ٻي ڀيرا استعمال ڪيو وڃي ٿو ان جو چڙهندڙ لهجو سا، ري، گا، ما، ڌا، ني سا آهي.

روايتي سنڌي موسيقيءَ جون خصلتون گهڻو ڪري عوامي آهن، جيئن هندستان جي ڪلاسيڪي راڳ، کان ڪي قدر آروهي، امروهي، وادي، سموادي ۽ ڳائڻ جي وقت موجب مختلف آهن.

سنڌ جي ڪلاسيڪل راڳن جو اوائلي دور:

اڳين تاريخي احوالن ٽوڙي سنڌ جي موجوده راڳن جي روايت کي مد نظر رکندي، نتيجو اهو نڪتو آهي ته اڳائي سمي کان وٺي اندازاً اٺين صدي عيسويءَ تائين جي اوائلي ڪلاسيڪي دور ۾ جيڪي راڳ ۽ راڳڻيون سنڌ ۾ رائج هئا، انهن راڳن ۾ بلاولي، آساوري، ڌناسري، ٽوڙي، جهنجهوٽي ۽ ڪاموڌ کي شمار ڪري سگهجي ٿو جيڪي اڄ

تائين سنڌي راڳ جي سڀني صنفن- ڳيچن، لوڪ گيتن، مولودن ۽ ڪافين - ۾ سمايل آهن. ٻيا سنڌ ۽ اتر طرف تاڪا سؤوير ديسن ۾ آباد قومن جا راڳ آهن. دراوڙن، پيرن، آڀيرن، ساڪن سووپرن، تاڪن ۽ ميدن جا راڳ هنن ۾ شامل آهن. دراوڙي راڳ بلاولي ۽ پيرون جو راڳ پيروي قديم زماني کان رائج ٿيا. آڀيرن جو راڳ آڀيري هو جيڪو آڀري، آڀهري، آهري، آهيري يا آهير جي نالن سان اڳاٽي دور ۾ رائج ٿيو. قديم دور ۾ هن راڳ جي اوائلي ياد 'توڙي' ۽ 'سنڌ وارِ' جي سنگيت صورت ۾ هندستاني راڳ ۾ باقي رهي.

سنڌ ۾ هن وقت فقط شاهه عبداللطيف جي راڳ ۾ 'سر آبري' قديم 'آڀيريءَ' جي نالي جو يادگار آهي. سنڌ کان وٺي گجرات ۽ ڪنيات سڄو خطو ساڪن جي حڪومت هيٺ رهيو ۽ اتان جي مختلف ڀاڱن جا راڳ سڄي خطي ۾ رائج رهيا. سنڌ جي سرزمين وارن راڳن ڪانسواءِ 'ڪڇالي' شايد 'ڪڇ' ملڪ جو خاص راڳ هو، سوراشٽر (ڪاٺياواڙ) جو راڳ سوراشٽري هو جو پوءِ سورٺ ۽ سورٺ جي نالن سان مشهور ٿيو. گجرات تائين آباد گجر قوم جو راڳ گرجري (گجري) هو. ڪنيات ملڪ جو راڳ اڳاٽي دور ۾ ڪاميوجي، ڪامود جي، ڪمباوتي يا ڪنياتي جي نالن سان مشهور ٿيو. بعد ۾ ڪمائجي، ڪماج ۽ ڪماچ راڳڻين جي صورت ۾ باقي رهيو.

**سنڌ جا آڳاٽا موسيقار:**

هتي مختصر طور سنڌ جي انهن معروف ڳوين ۽ موسيقارن جو تذڪرو پيش ڪجي ٿو جن جي حوالي سان سنڌ جي موسيقيءَ کي سمجهيو ۽ سڃاتو وڃي ٿو. آسانيءَ لاءِ انهن کي ٽن دورن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرئين دور جو عرصو 1900ع تائين، ٻئي دور جو 1940ع تائين ۽ ٽئين دور جو 1980ع تائين مقرر ڪيو ويو آهي.

پهرئين دور جي نالي وارن ڳوين/ موسيقارن مان جن جو احوال ملي ٿو، تن ۾ استاد هادو خان، استاد بخشو خان، استاد صادق علي خان ۽ استاد اميد علي خان جا نالا اچي وڃن ٿا.

ٻئي دور جي مشهور موسيقارن ۾ استاد عاشق علي خان، استاد بڙي غلام علي خان، استاد الهڏنو نوناري، لعل خان ڳڪو استاد سينڌو خان، استاد احمد خان، استاد ڳامڻ خان، ڪريم بخش خان، استاد مبارڪ علي خان، استاد بيبو خان، استاد پيارو خان، استاد جمالو خان، استاد پير بخش خان، نبي داد خان، استاد يوسف ڪٽي، رسول بخش ڪلهوڙو، هوشو شيدي بلڙيءَ وارو، گلشن صوفي، غلام نبي عبداللطيف، سي ارجن، ماسٽر بيڪا لعل ۽ ملو خان جو احوال ملي ٿو.

ٽئين دور جا مشهور ڳائڻا آهن: استاد اميد علي خان ۽ استاد منظور علي خان، محمد يوسف، عابده پروين، مظهر حسين، ذوالفقار علي، امير علي خان وغيره.

موسيقيءَ جي ميدان ۾ خواتين به پنهنجي نالي سان مشهور رهيون آهن. ان ڏس ۾ جن موسيقيءَ جي ماهر خواتين جو ذڪر ملي ٿو تن مان ٻئي دور جي هڪ ڳائڪ بالي عرف گولي هئي ۽ ٽئين دور جي ڳائڪ هئي نواب اختر.

سنڌي راڳ ۽ راڳڻين کي وڌائڻ ۽ ويجهائڻ ۾ ڪن سازن سرودن جو به وڏو هٿ رهيو جن جي ذڪر ڪانسواءِ سنڌي موسيقيءَ جي ڄاڻ اڌوري رهندي. سنڌ جا ڪي ساز هي آهن:

**بوڙيندو:** هي چيڪي مٽيءَ مان ٺهيل هڪ پورو ڪينهوڙو آهي، جنهن ۾ ٽي يا چار سوراخ ٿين ٿا. بوڙيندي جي وڏي سوراخ ۾ ڦوڪ ڏئي آواز ڪڍيا وڃن ٿا. ننڍن سوراخن تي آڱريون رکي آواز کي مرضيءَ مطابق ڪڍيو وڃي ٿو مغربي دنيا ۾ هن ساز کي اوچونيا سڏيو وڃي ٿو. (وڌيڪ ڏسو، جلد پهريون)

**دلو/ گهاگهر:** دلو مٽيءَ مان پڪل مرتبان جي شڪل ۽ وڏي ماپ واري هڪ شيءِ آهي. انجي هڪ مخصوص قسم کي گهاگهٽ سڏيو وڃي ٿو. دلي جي پيٽ ۾ گهاگهر پاسن کان ڪنڌائتي ۽ ڳچيءَ ۾ سوڙهي ٿئي ٿي. (وڌيڪ ڏسو جلد پنجون)

**يڪتارو:** هڪ تار وارو ساز. هن ساز جو جديد نمونو ٻن تارن تي مشتمل آهي. هن ساز کي ناهڻ لاءِ ڪدوءَ جي گولائيءَ واري محصي کي خشڪ ڪري سندس چوٿيءَ 3/1 حد تائين گولائي، ويڪر ۾ چليو وڃي ٿو. اندران کوپ ڪڍي ڪل جو هڪ ٽڪرو ان جي ڪليل گول منهن مٿان ٻڌو وڃي ٿو. اهو آواز ڪوئي جو ڪم آڻي ٿو. جنهن مان ڪاٺ جي ڏگهي لٺ گذاري وڃي ٿي. اسٽيل جون هڪ يا به عمدا تارون لٺ سان گڏ ٻڌجن ٿيون. تار کي نيم گولائيءَ وسيلي مٽيءَ يا ڌاتوءَ مان ٺهيل ٽڪري جي مدد سان بيهاريو وڃي ٿو. آڱر جي چوٽيءَ جي ڇهاءَ سان تارن مان تال جون مختلف ڌنون جهڙوڪ: تين، تار، ڪلواڙو ۽ ڏاڌرو وغيره پيدا ڪيون وڃن ٿيون. هن ساز کي سنڌ جي مشهور فنڪار جلال چانڊئي عام ڪيو. جنهن بعد ڪيترائي فنڪار يڪتارو استعمال ڪن ٿا.

**ڏنبو:** به کان اڍائي فوٽ ڊگهي ۽ هڪ انچ قطر واري لٺ تي مشتمل ٿئي ٿو. (وڌيڪ ڏسو: جلد پنجون)

**چپڙي/ ڪرتال:** چورس ڪاٺ مان ٺهيل ٽڪرن تي مشتمل هوندي آهي، جيڪي 6 انچ ڊگها، ڏيڍ انچ ويڪرا ۽ 3 سينٽي ميٽر ٿلها آهن. (وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون)

**نڙ:** هي سنڌ جو عام روايتي ساز آهي. سنڌ ۾ نڙ تيلي ٻوٽن جي مڙني ٽي قسمن جي مجموعي جو نالو آهي، جنهن جا ڪانا پورا هوندا آهن. ڪن ڪانن مان گري ڪڍي انهن کي پورو ٻٽايو وڃي ٿو نڙ ساز نڙ سڄو اصلي ڪاني مان ناهيو وڃي ٿو. جيڪو سنڌ ۾ ڪوهستان جي ناڪرو علائقي مان ملي ٿو روايتي طور نڙ ساز ۽ ان جي موسيقيءَ جو لاڳاپو پيار، ڏک ۽ فراق سان آهي.

**نغارو:** نغارو عربي لفظ نقاره جو سنڌي روپ آهي. سنڌي نغاري جي ڪوٺي باهه ۾ پڪل مونٽي جي اڌ گولائي پيالي تي مشتمل آهي، جنهن جي کليل پاسي تي ڪناري جي چوڌاري ڏورين سان مخصوص کل ٻڌي

وڃي ٿي. اڳاٽي وقت ۾ نغاري کي بادشاهي محل ۾ ڏيڍي ۾ پليڪار ڪرڻ لاءِ وڄايو ويندو هو. هينئر ان کي محرم مهيني ۾ امام حسين ع جي ياد لاءِ وڄايو وڃي ٿو.

**چنگ:** چنگ لوهه مان ٺهيل سادو، پر نفيس آواز ڪڍندڙ اوزار آهي. ان جي ٻاهرين ڍڪ ۾ اندر سنهو لچڪدار ڪانٽو ٺهيل ٿئي ٿو، جنهن جو ڇيڙو مٿي اپريل هوندو آهي. ڳوٺن ۾ ڏنار چنگ وڄائن ٿا. هيءُ ساز سنڌ سميت دنيا جي مختلف ملڪن ۾ عام آهي. (وڌيڪ ڏسو: جلد چوٿون).

**ڪنجهيون/ ٽليون:** پتل مان ٺهيل ننڍين پيالين جو جوڙو، جنهن مان هر هڪ جو قطر 2 کان 3 انچ ٿئي ٿو. وڄائيندڙ پيالين هر هڪ هٿ ۾ جهلي ٿو ۽ ٻنهي جي ماپيل ڌڪن مطابق هڪٻئي سان ٽڪرائڻ ذريعي مختلف سر ڪڍي ٿو. (وڌيڪ ڏسو: جلد ٻيو، داخلا: ٽلي).

**شرنائي:** پراڻو ديسي ساز. دهل سان گڏ ان جو استعمال ائين صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ ٿيو. شرنائيءَ جو جنم ڪرڙ جي پراڻي وڻ جي ڪاٺ مان ٺاهيو وڃي ٿو ۽ آواز ڪڍندڙ اوزار ڪنگور ڪانيءَ مان جوڙيو وڃي ٿو.

**سرندو:** پراڻو سنڌي ساز آهي. پيشور سنڌي ڀان، چارڻ، منگتا ۽ مڱڻهار اڳاٽي وقت کان سرندو وڄائين ٿا. ٻيجل هن ساز کي جيئدان ڏنو، جنهن جو ذڪر لطيف سائينءَ پنهنجي بيتن ۾ پڻ ڪيو آهي. ساز جو جسم هر قسم جي ڪاٺ مان ٺاهي سگهجي ٿو. (وڌيڪ ڏسو، جلد ستون)

**دنبورو/ تنبورو:** هي ساز شاهه لطيف متعارف ڪرايو. (وڌيڪ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، 'دنبورو'، جلد پنجون)

**سنڌي موسيقيءَ تي ڇپيل ڪتاب:**


1. راڳ ساگر: پير بخش مغل، (مقدمو: استاد منظور علي خان)، 1955ع، ٻيو ڇاپو: 1997ع
2. سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، 1978ع، ٻيو ڇاپو: 2003ع.
3. Musical Instruments of The Lower Indus Valley of Sindh: Dr. N. A. Blacoh 1966, 2012.
4. 'سنڌي موسيقيءَ جا سُر تار': زهره يوسف جي ترتيب ڏنل ڪتاب: 'Rhythms of Lower Indus' جو ترجمو. مترجم: خليل شيخ، 2011ع
5. 'سندهي موسيقي کي تاريخ'، آغا خالد سليم، 1984ع
6. 'سنڌ ۾ موسيقيءَ جي اوسر'، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مترجم: ڊاڪٽر حبيب الله سنڌي.
7. سنڌي راڳ ۽ تال: منظور نقوي، 1981ع
8. 'توريان جيڪر تند'، سنڌ جي موسيقي: اظهر حسين سمون، 2010ع
9. سنڌي موسيقيءَ جي روايت ۽ شاهه جا سُر: آغا سليم، 2011ع
10. 'ڏيهي پرڏيهي ساز'، سيد حاڪم علي شاهه ۽ عثمان ميمڻ، 2011ع
11. Spainish Cante Janto & Its Origin in Sindhi Music، عزيز بلوچ، مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد.
12. The Origin & Evolution of Sindhi Music، عزيز بلوچ، شاهه لطيف چيئر، ڪراچي يونيورسٽي.


# سنڌ جا لوڪ ناچ

(تاريخ ۽ پسمنظر)

لوڪ ناچ يا عوامي ناچ، لوڪ سنگيت جو اهم حصو آهي، جيڪو انسان جي خوشيءَ وارن جذبن جي اظهار جو هڪ ذريعو آهي. ناچ جسم جو گيت آهي. جڏهن ٻولي اڃا وجود ۾ نه آئي هئي، تڏهن جسم جي مختلف حصن کي حرڪت ڏيڻ ۽ اشارن ذريعي خيالن جي ڏي وٺ ٿيندي هئي. وقت گذرڻ سان گڏوگڏ انساني ذهن جي واڌويجهه سان گڏ هي ذريعو پڻ دلچسپ ۽ خوشيءَ جو هڪ ذريعو بڻجي ويو. لوڪ سنگيت انساني خوشيءَ جي جذبي ۽ احساس جو آئينو آهي. ان جي خوشيءَ جي هر روپ ۾ چاهي اهو گيت هجي يا ناچ، ان ۾ نهايت سلوڻي انداز ۾ اندر جا اڌما پيش ڪيا ويندا آهن. ناچ ۽ سنگيت انسان ذات وچ ۾ ڳانڍاپي جو ذريعو آهي.

سنڌ اندر لوڪ ناچ جا آثار موهن جي دڙي واري تهذيب کان موجود آهن، جنهن جو ثبوت موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ دوران مليل ناچڻيءَ جي مورتي آهي. سنڌ ۾ مردن توڙي عورتن جا جدا جدا ناچ به ٿيندا آهن ته گڏ به ٿيندا آهن. شادين مرادين ۽ ٻين خوشيءَ جي موقعن تي سمورا گهرڀاتي گڏجي جهمر پائيندا آهن. البته گهر کان ٻاهر زالن ۽ مردن جي گڏجي نچڻ جو رواج ڪونهي. سنڌ ۾ خوشيءَ جي موقعن لاءِ جدا جدا ناچ ۽ ٻول آهن، جيئن دهل جو تار ۽ ٻول جو سر پڻ جدا ٿئي ٿو سنڌ ۾ اتڪل ڏهاڪو کن اهڙا ناچ آهن، جيڪي مختلف موقعن تي تمام گهڻا ڪيا وڃن ٿا ۽ مقبول آهن. انهن کانسواءِ ٻيا به ڪيترائي اهڙا ناچ آهن. سنڌ جي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ جيڪي ناچ ٿين ٿا، انهن ۾ ڏانڊيا ناچ، ڏونڪا، جمالو، ٽلو ڇيڄ، موائي، مگرمان، جهمر ۽ گهڙو نالي ناچ شامل آهن.

**ڏانڊيا يا ڏونڪا ناچ:** مڱڻي، شاديءَ توڙي طهر جهڙن خوشيءَ جي موقعن تي ماڻهو هيءُ ناچ ڪرائيندا آهن. هن ناچ لاءِ ڪوٽ ڏني ويندي آهي، جنهن ۾ هڪ مڱڻهار يا ڪو منجهائڻ ئي همراهه. دهل ڪٽي وچ تي بيهي، ڊانڊ جي وڄت ڊيرڙي ڊيرڙي بيهي وڄائيندو آهي، جنهن جون هي پنج ماترائون آهن: ڊينجان، ڊينجان، ڊينچڪ، ڊينچڪ، ڊين...

وڄت پئي ٿيندي، ناچ جا شوقين هٿن ۾ جنديءَ جا ڏونڪا يا فوٽ ڏيڍ جيترو ووڻائين جهڙيون ڪاٺيون کڻي، مڱڻهار جي چوڌاري گول صف ۾ ڦرندا، پير پير سان ملائي، ڏونڪا هڻندا، تار پريندا ويندا آهن. ڪجهه مهل ائين ڪرڻ ڪانپوءِ ڏاڍيءَ جهيل ۽ سريلي آواز سان سبحان جي صف ڪندا آهن:

اول نانءُ الله جو،
سو نه ٻانها ٻيءَ مَر لڳ، وو...
لڳ نه پلي جي آسري،
جنهن پر سارو جڳ، وو...
گهوريو گهوريو وڃان تنهنجي نالي تان،
صدقي صدقي، سڄڻ، تنهنجي نالي تان!

صفت پوري ٿي تہ پوءِ تڪي لئي وڄندي: ڏنتڪ، تنتڪ، ڏنتان، تان، تان....

ان تي همراهہ تڪو تڪو ڏانديو ڏاندي سان وڄائيندا ۽ ڪافيون چوندا، انهن ۾ ڪليءَ ڪليءَ جون بہ ٽي اُٿلاٽيون ڪندا، ٺلهہ لوڏائو سُر ۾ ڪٽي، نرت يعني ناچ وڄهندا آهن.

**بحراڻي جو ڇيج ناچ:** درياپنٿي هندن جو رواج هوندو هو تہ سانوڻ جي مند ۾ جڏهن نئين آيل پاڻي ڪري درياهہ اوج تي هوندو هو، تڏهن درياهہ شاهہ تي ناريل جي پيٽا چاڙهيندا هئا، ان لاءِ 'بحراڻو' ڪيندا هئا. نواڙ سان مڙهيل جنديءَ جي هڪ منجي، ان تي ٺامي جو وڏو ٿالهہ رکي، تنهن ۾ ڪٽڪ جي اٽي جا ڏيئا ناهي، گيهہ سان ٻاري رکندا هئا، ٻيون شيون ناريل، مصري، پتاشا خوشبو پڻ رکندا هئا ۽ اگربتيون پيون دکنديون هيون. اهو بحراڻو ڪلهن تي کڻي هلندا هئا. دهلاري ۽ شرنائي وارا، 'بحراڻو، وڄت، يعني تڪيءَ وڄت ۾ ڪلواڙو وڄائيندا هلندا هئا. درياهہ-پنٿي توڙي ٻيا شامل هندو، هٿن ۾ جنديءَ جا رنگي رتا ڏونڪا کڻي، جن کي گهُنگرو بہ ٻڌل هوندا هئا، هڪ ٻئي تي هڻندا، نچندا، جهانجهون وڄائيندا هئا. اها ڇيج ڏهہ پندرهن منٽ تڪيءَ لي تي پئي پوندي هئي ۽ مگڻهارن جي تڪي وٺڻ تي، تار پري چوندا هئا:

'ڇئو لال جا جاني، جهولي.... لال

ٻيا وراڻيندا: 'جهولي... لال!'

ڇيج پوري ٿيڻ بعد وري هلڪي لئي تي هلڪو ناچ شروع ٿيندو هو. تان جو درياهہ شاهہ يا ڪنهن ويجهڙي وهنڊڙ واهہ تي پهچي اهو بحراڻي وارو سامان درياهہ تي پيٽا چاڙهيندا هئا، يعني منجهس اُڇليندا هئا. وري ڳائيندا وڄائيندا، ڇيجون هڻندا گهر موٽندا هئا. بحراڻي جو ڇيج رات جو ٿيندو هو.

**جمالو ناچ:** هو 'جمالو' هڪ لوڪ گيت آهي، جنهن جي پس منظر ۾ 'جمالو' نالي ڪنهن مرد جو پرديس مان موٽي اچڻ جو واقعو آهي. اهو راڳ ۽ ناچ، گول صفن ۽ تاڙين وڄائڻ سان، زالون توڙي مرد، ٻار توڙي وڏا گڏجي ڪندا آهن. دهل جي وڄت تي جهڪي جهڪي بہ ڪيو ويندو آهي، تہ چڙو تاڙين وڄائڻ سان بہ هي ناچ ڪيو وڃي ٿو جمالي جا ٻول هي آهن:

ٺلهہ:

هو جمالو... هو جمالو
جمالو جتن سان.... (جمالو جتن جو)
جيڪو لڙي ويو لاڙ ڏي- هو جمالو!
جنهن کي سوني منڍي ڇيچ ۾- هو جمالو!
جنهن کي سائو لڪڻ هٿ ۾- هو جمالو!
جنهن جون اکيون رب رکيون، لا- هو جمالو!
جنهن جا ڏند دلبند، لا- هو جمالو!
جنهن جا پير پنج سير، لا- هو جمالو!
مون کي راڻو تہ ريجهائي ڏيو- هو جمالو!
مون کي پنهل تہ پرچائي ڏيو- هو جمالو!
ڪٽي آيو خير سان- هو جمالو!
لڙي آيو لاڙ مان- هو جمالو!

**ٺلو ناچ:** هيءُ نج سنڌي ناچ آهي، جيڪو دهل جي ٺلو ڏن تي ٿيندو آهي. هي ناچ بہ خوشيءَ جي موقعي تي ڪيو ويندو آهي. هن جي نچڻ جو انداز ڇيٽي، جهمر، وهل ۽ جهمٽ وارو ٿئي ٿو ٻولن جي لحاظ کان ادائن ۾ فرق اچي ٿو. هي ناچ اڪثر ڪري عورتون نچنديون آهن. هن ناچ ۾ گهڻو ڪري هي ٻول استعمال ٿيندا آهن: لئي لئي لاڙو ڙي، ٺلو لئي لئي لاڙو.

ٺلهہ- ٺلو! ڊومني اُچار... ٺلو!
ڊومني اُچار.
ڪلي- لئي لئي لاڙو... ٺلو لئي لئي
لاڙو!
همت ٻدوڪو ڙي... ٺلو
همت ٻدوڪو!

**مورڙو ناچ:** هن ناچ ۾ ٻار جي تنجڻ جو سمورو نمونو ڏيکاريندا آهن. جنهن جا ٻول هن طرح آهن:

ٺلهہ- اوئان اوئان، ڙي رات چائو مورڙو!
تيل جي تري تارونءَ تي مڪجانس،
سوئري جي ڪاني اکين ۾ وجهجانس،
وهنجاري صبح جو ڏُڪو ڪارائجانس،
اوئان اوئان، ڙي، رات چائو مورڙو!

**سئيءَ ناچ:** هن ۾ ناچ، ناچو نچندي پَٽ تان سُئي ڳولڻ لڳندو آهي، هن جا ٻول هن طرح آهن:

ٺلهہ- سُئي وڃايم- اتي نهار چوري،
اتي نهار!
ڪلي-
مائٽ منهنجا زوراور- سُئي وڃايم!
پرت پرڻ جي- سُئي وڃايم!

**سانگ ناچ:** هن ناچ جا ڪيترا قسم آهن، جن ۾ ٻہ يا ٽي ٽي ماڻهو گڏجي پاڳ وٺن ٿا: اهي قسم هيٺ ڏجن ٿا:

(الف) هڪڙو ماڻهو لٺ کڻندو، ٻيو گدڙ ٿيندو ۽ ٻول چوندا:

ٺلهہ:
واهہ ڙي ماما، مار گدڙ کي،
گدڙ مئو پيو گهٽ گهيڙ تي،
گدڙ مئو پيو... واهہ ڙي ماما!
ڪلي- اها دهري سُونهي گدڙ زال کي-
گدڙ مئو پيو...

(ب) هڪڙو پٽو ويڙهي، بلا ناهي رکندا آهن، هڪ ماڻهو لٺ کڻي ان کي مارڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. هي ٻول چوندا:

ٽلهه: ڪنگر ۾ ڪوراڙا! ٻڙي،
ڪنگر ۾ ڪوراڙا!
ڪلي-
سا ته منهنجي پاءِ ماري!
ڪنگر ۾ ڪوراڙ....

(ج) آگر ڪي پٽي ٻڌي هي ٻول چوندا:

ٽلهه: آيل ڙي، منهنجي آگر ڏڪي،
حيلو ڪريو ته منهنجي آگر ڇٽي!
ڪلي- ڪراچي ويس، حيدرآباد ويس، ڪوئٽي ويس،
دارون ڪونه لڳي....
حيلو ڪريو ته منهنجي آگر ڇٽي

(د) ڪاٺ جي مهري مٽي تي رکي، ان جي مٿان پاٽيءَ سان پريل گهڙو آتر پاتر رکي، هڪ هٿ ۾ گهنگرين وارو ڏانديو کڻي، ناچو ناچ ڪندو ۽ ٻول هي چوندو آهي:

ٽلهه- پاٽيئڙي تي تي وجان، ڙي
منڙا! پاٽيئڙي تي....
ڪلي- هن کوهه جو ڪارو پاٽي،
مٽي تي تي وجان،
سنج ناهي مٽي تي،
گهڙو گهڙي تي پجان!
ڙي منڙا! پاٽيئڙي تي....
ٽلهه- نارو ڪيئن ترندي؟ سا ڍورو
ڪيئن ترندي؟ ڙي منڙا....
ڪلي- هن ڍوري جو تار پاڻي، سا تار
منجهان ترندي- ڙي منڙا...

**ڪڳي:**

(ذ) هڪ عورت بغل نوڪيندي، آواز گگهو ڪندي، پڇاڙيءَ جو ڪاڏيءَ هينان اُبتو هٿ هڻي، ’ٽڙاخ‘ جهڙو آواز وات مان ڪيندي، ٻول هي چوندي:

ٽلهه: هين، جهين، گو ايگ ٻه ايگو!
ڪلي: اي مائي ملوڪان! اي پلو
مائي! اي نارو ڍو!
ايگ ٻه ايگو!

**راسوڙو:** هي ناچ اصل ڪڇ ۽ گجرات جو آهي. سنڌ جي لاڙ ۽ ٿر ۾ انهن ذاتين ۽ قبيلن ۾ عام آهي، جن جو ڪڇ ۽ گجرات سان واسطو رهيو آهي. لاڙ ۽ ٿر جا ڪولهي ۽ ميگهواڙ وڏن ڏينهن تي هي ناچ ڪندا آهن. زالين مڙسين گڏجي نچندا آهن. راسوڙي ناچ ۾ ڪنواريون توڙي پرڻيل ڇوڪريون ۽ زالون حصو وٺنديون آهن. ناچ مهل ڪرشن مهاراج جو بوتو وچ ۾ رکندا آهن. دهلاري خاص وڄت ۾ دهل وڄائيندو آهي. ڪولهين ۽ ميگهواڙن جي وڄت ۾ فرق آهي. مسلمانن ۾ راسوڙو ناچ فقط ’خواجه‘ ۽ ’اسماعيلي‘ برادريءَ ۾ رائج آهي. رات جي خاموش وايومنڊل ۾ نوجوان نينگريون دهل جي خاص وڄت تي هرڻين وانگر چال ڏينديون. دهلاريءَ جي چوڌير گول دائري ۾ بيهنديون آهن. دهلاري وڄت شروع ڪندو ته نينگريون ساڄي کان کاٻي ڦرنديون وينديون آهن. دهلاريءَ جي وڄت موجب ڇوڪريون ناچ ۾ ڦيرو آڻينديون آهن. پير کڻي، ساڄي کاٻي چپٽيون وڄائي، تاڙيون هڻي ناچ ڪنديون آهن. وڄت سان گڏ پيرن جو ڪڇڻ، هٿن جو هلڻ، چوڙين جو ڪڙڪو ۽ جهانجهر جو ڇمڪو عجيب نظارو پيش ڪندو آهي. خواجه جماعت جون نينگريون پنهنجي حاضر امام جي تشريف آوريءَ جو ٻڌي هن ناچ ذريعي خوشيءَ جو اظهار ڪنديون آهن.

**جُهمر:** جهمر سنڌي لوڪ ناچ جو هڪ اهم قسم آهي، جيڪو سنڌ جي اڪثر قبيلن ۽ ذاتين ۾ موجود آهي. جهُمر هٽندڙ دهل جي تال تي گول دائري ۾ بيٺي ٻانهون اُڀيون ڪري، ساڄي پاسي ڪُلهن جي سامهون آڻي، آڱرين جون چوٽيون پٽئين پاسي موڙي يڪدم سامهون ڪندا آهن. اهڙيءَ ريت کاٻي پاسي ڪلهي وٽ ”تال“ پورو ڪري وري اچي منهن سامهون هٿن کي گول چڪر ڏيندا آهن. جهمر جا ڪيترا قسم آهن. جهڙوڪ: پناڻڪي جُهمر، جتڪي جهمر، بلوچڪي جُهمر، مڪراني جُهمر، سنڌي سماٽڪي جُهمر، ٽري جُهمر، جابلو جُهمر ۽ سنڌڙ جهمر اهم آهن.

جهمر جي ٻين قسمن ۾: ته تاڙي جهمر، ٻَلِي ڪپڻ واري جهمر، جَهَمت جهمر، ڌرتيءَ تي ليٽي نغزه هڻڻ، ڏنڪي جهمر، ڏاڪي چوهه جهمر، رَهڪي (پوڪ) راڏڻ واري جهمر، ڦيري واري جهمر، ڪنڍي ڪيڻ واري جهمر، گول دائري ۾ نغزه هڻڻ، لَونڊَڪَ، منڊي جهمر، نغزه جهمر، واري واري جهمر وغيره آهن.

**مريڙو (لوڪ ناچ):** سنڌ ۾ عورتون سرنهن، جانيي، جهل، للر، پلي، لوٽڪ، پالڪ ۽ مريڙي جو ساڳ رڌينديون آهن، جيڪو ٻنين مان پٽڻ وينديون آهن. مريڙو خاص ساڳ آهي، جنهن لاءِ پهاڪو آهي: ”ليي لوٽڪ ڪانه، سڌون مريڙي جون ڪرين.“

عورتون خاص تفريح لاءِ مريڙو پٽينديون آهن. ان شغل ۾ هارياڻيون توڙي مجيرياڻيون شامل هونديون آهن ۽ وڏي واڪي چار پنج ڄڻيون گڏجي لوڪ گيت ’مريڙو‘ ڳائينديون، نچنديون ۽ مريڙو ڇونديون آهن ۽ ڪانبن ۾ وجهنديون وينديون آهن.

هاري ناري پاسي ڪريو مائي مريڙو چوندي، ڪمي ڪاسي پاس ڪريو، مائي مريڙوچوندي.

هي مريڙو ناچ سانگ جي انداز ۾ شادي وهانءَ جي موقعي ۾ گهوٽيتن جون ننڍيون نينگريون ۽ وڏيون مايون گڏجي ڪنديون آهن.

**هنبوشي (ناچ):** سنڌ ۾ هنبوشي رقص خاص ڪري شادين جي موقعن تي ڪيو ويندو آهي. جنهن ۾ ڪنوار ۽ گهوٽ ڪي هڪ ٻئي سان گڏ ويهاريو ويندو آهي ۽ پوءِ دهل تي دوست احباب گول دائرو ٺاهي نچندا آهن ۽ زور سان تاڙيون وڄائي ۽ پوءِ 'شيدي باشا، هم باشا' چوندا ويندا آهن.

**مگرمان- مڪراني ناچ:** سنڌ ۾ مگرمان/ مڪراني ناچ، شيدي لوڪ نچندا آهن. هي ناچ ڏانڊيا ناچ وانگر ٿئي. ڏمر (مغرمان) ڪي واس، ڏوپ ڏئي ميدان ۾ رکندا آهن. پوءِ ڏمر ڪي پهرين جهڪي لئي ۾ وڄائين ۽ ان سان پهلو داري به رکن. پوءِ شيدي، ڏمر ڪي چوڌاري ڦري ويندا ۽ هٿن ۾ ڏڱڪا ڪٽي به نچن ۽ هٿين خالي به نچن. جيئن جيئن ڏمر جي لئي تکي ٿيندي ويندي، تيئن شيديءَ ويندا مچندا. ائين چوٽ لئي تي ناچ ختم ٿئي.

**ڌمال:** فقيرائي ڌمال سنڌ ۾ اوليائن جي ميلن ۾ وڄندي آهي. ميلا اڪثر تي ڏينهن هلن ۽ ٽي ڏينهن نوبت وڄندي آهي. پيرين ۽ نفيلن وڄائڻ وقت يا علي ۽ قادر قلندر مست جا نعرا هنيا ويندا آهن. نوبت وڄڻ سان فقير اچي گڏ ٿيندا آهن ۽ ڌمال تي وجد جي ڪيفيت ۾ ناچ ڪندا آهن. هن ناچ ۾ ادائن جي ڪا خاص بندش ناهي. ڌمال ۾ ائن ماترائن جو تال ٿئي.

**گهڙي جو ناچ (ناچ):** گهڙي جو ناچ، سنڌ جي ناچن جو نڪ آهي. هي وڏا ڪاريگر ناچو نچي سگهندا آهن. ناچو هڪ چار فوٽ ڊگهي ۽ ٽي چار انچ موڪري گول جنڊي تي لٺل ڪاٺي ڪٽندا آهن. ان ڪاٺي جا ٻئي پاسا مُڇيل هوندا آهن. هڪڙو گهڙو پاڻي تان تار ڪٽندا. گهڙي ڪي ڪاٺي جي هڪ مُڇي تي ٽڪائي پوري وزن ۾ بيهاريندا. پوءِ فنڪار مٿي تي سينهون رکندو. پيرن ۾ چير ٻڌندو. ڪاٺي دلي سوڙي سينهي تي پوري وزن ۾ ٽڪائيندو . ٻنهي هٿن ۾ چپڙي يا ڏاڪا ڪٽندو، جن جي هڪ پاسي گهنگهرو ٻڌل هوندا آهن. دهل وڄندو ۽ ناچ جي وڄت تي فنڪار نچندو ڏاڪا هٽندو، پيرن سان چير چمڪائيندو، پر دلي مان پاڻي نه ڇلڪندو. ڪي فنڪار ٻه ٻه دلا به ڪاٺي تي رکندا آهن. هي خوشيءَ جو ناچ صرف مرد نچن ۽ گهڻو ڪري شاديءَ جي موقعي تي نچندا آهن.

**چيڙهو (ناچ):** هي ناچ سنڌ ڪان وٺي ملتان تائين مشهور آهي. سنڌ ۾ نچڻ اورا، پيرن ۾ چير ٻڌي، هٿن ۾ چير دار ڏونڪا ڪٽي نچندا آهن. اڪيلا به نچندا آهن، ته ٻه چار ڄڻا گڏجي به نچن. سنڌ ۾ مگڻهار چيڙهي ڪي جمائي بلمپت لئي ۾ آهستي وڄائين. شاديءَ ۾ ڪنواريتي گهر پڙو ڪٽي وڃڻ مهل دهلاري چيڙهو وڄائيندو آهي ۽ پوءِ انهيءَ تي ناچ ٿيندو آهي.

ان ڪان سواءِ سنڌ ۾ ٻيا ڪيترائي لوڪ ناچ مشهور آهن، جن ۾ مٽڪو ۽ مور ناچ وغيره اچي وڃن ٿا.

# سنڌي فلمون

## (پسمنظر ۽ تاريخ)

سئنيما جي تاريخ ۾ جتي انگريزي، هندي ۽ اردو فلمن ماڻهن کي تفريح فراهم ڪئي، اتي سنڌي فلمن به سنڌ واسين توڙي ٻاهر رهندڙ سنڌين جون دليون موهيون. سنڌي فلم جي ابتدا، اردو فلمن ڪانپوءِ ٿي.

سنڌي فلمن جي مختصر تاريخ ورهاڱي ڪان اڳ شروع ٿئي ٿي ۽ ورهاڱي ڪان اڳ رليز ٿيندڙ پهرين سنڌي فلم 'ايڪتا' هئي، جيڪا رئيس ڪريم بخش نظاماڻيءَ تيار ڪئي هئي. رئيس ڪريم بخش نظاماڻيءَ کي فن موسيقي ۽ اداڪاريءَ جو گهڻو شوق هو جنهن اردو ۽ هندي فلمن ڪان متاثر ٿي سنڌيءَ ۾ فلم انڊسٽري جي قيام لاءِ پهرين وک کڻي، ذاتي وسيلا استعمال ڪري، ڪجهه دوستن ۽ سينيئر پروڊيوسرن جي مدد سان پهرين سنڌي فلم **'ايڪتا'** تيار ڪئي، جيڪا بمبئيءَ مان 1945ع ڌاري رليز ٿي. انهيءَ فلم جا گيت سنڌ جي بهترين شاعر اظهر گيلانيءَ لکيا هئا. فلم ۾ هيروئن جو ڪردار ڪوشليا ادا ڪيو ۽ ٻيا ڪردار ڪريم بخش نظاماڻي، هري شوداساڻي فاني، گلشن صوفي، مايا ديوي، چندرواسواڻي، رام پنجواڻيءَ هئا. **'ايڪتا'** پهرين سنڌي فلم هئڻ ڪري مقبول رهي. ان فلم جو هيرو ڪريم بخش پاڻ هو هن فلم جي هن وقت ڪيسٽ يا سي. ڊي موجود نه آهي.

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ ڪان ڪجهه عرصي بعد 1951ع ۾ **'پگهت ڪنوررام'** نالي هڪ ڊاڪيومينٽري فلم ٺاهي وئي، جيڪا سنڌي ماڻهن جي رهائش وارن علائقن ۾ ڏيکاري وئي. ڊاڪيومينٽري فلم هر لحاظ ڪان چڱي هئي. ٽيڪنيڪل ۽ ڦوٽوگرافڪ ميدان ۾ ايتري بهتري نه هئي، ڇاڪاڻ ته اوائل ۾ سنڌي فلمڪارن ۽ ڊاڪيومينٽريز ٺاهڻ وارن وٽ ايترا وسيلا نه هئا، باقي عام طرح فلم سٺي هئي. پرسرام 'ضيا' جا گانا وٽندڙ هئا. رام پنجواڻي صاحب جي اداڪاري حقيقت سان پرپور هئي.

ان بعد ۾ 12 مارچ 1956ع تي ٻي فلم **'عمر ماروي'** رليز ٿي. جنهن جو فلمساز سيد حسين شاهه فاضلاڻي، موسيقار غلام نبي عبداللطيف، هدايتڪار شيخ حسن، ڪهاڻيڪار قاضي عبدالرحيم، نغمانگار رشيد احمد لاشاري ۽ اداڪارن ۾ نگهت سلطانه، حسين شاهه فاضلاڻي، نور محمد چارلي، شيخ حسن، ببو بيگم، گُل محمد هوت ۽ شيخ محمد هئا. هيءَ فلم نشاط پبليڪيشن جي پيشڪش هئي، جيڪا لائيٽ هائوس ڪراچي سئنيما، نگار سئنيما لاڙڪاڻي ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

1958ع ڌاري سنڌ ۾ چار فلمون رليز ٿيون. **'پرديسي'** فلم **21 اپريل 1958ع** تي ڪراچي ۽ حيدرآباد جي سئنيمائن ۾ رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار ايس.اي غفار هو. فلم جي موسيقي غلام نبي عبداللطيف ترتيب ڏني، ڪهاڻي حسين فاضلاڻيءَ لکي، جڏهن ته فلم جا گيت ۽

مڪالما رشيد احمد لاشاريءَ لکيا ۽ عڪاسي اسماعيل گيلانيءَ ڪئي، اداڪارن ۾ حسين شاهه فاضلاڻي، مصطفیٰ قريشي، رخشي، لالي، نور محمد چارلي، روبينه احمد علي، حسن شيخ، سلوني وغيره شامل هئا. هيءَ سنڌي فلم نشاط پبليڪيشن جي پيشڪش هئي.

ورهاڱي کانپوءِ **'سسئي پنهون'** فلم بيحد مقبوليت ماڻي. اصل ۾ **عمر ماروي** ۽ **پرديسيءَ** جي ڪاميابي بعد ڪيترن ئي ماڻهن جو فلم انڊسٽري تي ڌيان ويو، جن ۾ مشهور سماجي ۽ سياسي شخصيت حاجي عبدالله هارون جو فرزند سعيد اي هارون به هو، جنهن **'سسئي پنهون'** نالي سان شاهه لطيف جي رسالي مان هڪ داستان **'سسئي پنهون'** تي دستاويزي فلم ٺاهي. هن موضوع تي 1960ع ڌاري به سنڌي ۾ فلم ٺهي، پر ان فلم ايتري ڪاميابي حاصل نه ڪئي. **سسئي پنهون** فلم جو هدايتڪار اڪبر علي هو، جڏهن ته موسيقار غلام نبي هو ۽ اداڪارن ۾ نگهت سلطانه، رخشي ۽ ساقي شامل هئا. هيءَ فلم مسعود فلمز ڪيفي جي پيشڪش هئي، جيڪا ڪراچيءَ ۾ تاج محل سئنيما ۽ ٽنڊي آدم ۾ ريڪس سئنيما ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

ان کانپوءِ فلم **'اباڻا'** ڀارت ۾ ٺهندڙ ڀهرين ۽ بهترين سنڌي فلم هئي، جيڪا **24 جنوري** 1958ع تي رليز ٿي. هن فلم جي ڪهاڻي وچولي طبقي جي ڪردارن تي ٻڌل هئي، جنهن ۾ ورهاڱي کان اڳ ۽ پوءِ سنڌين جي حالت کي ڏيکاريو ويو. هن فلم ۾ شيلا راماڻيءَ هڪ ريلوي ملازم جي ڌيءَ جو ڪردار ادا ڪيو. هن فلم جو پروڊيوسر ٽي.ايم بهاري، هدايتڪار ديپڪ آشا ۽ ارجن هنگوراڻي هئا، موسيقار بلو سي راڻي ۽ ارجن چنداڻي هئا، فلم جا گيت پراسرام ضيا لکيا ۽ اداڪارن ۾ ديپڪ آشا، پڌو آڏواڻي، ماسٽر سشيل، سيتا راماڻي، ساڌنا ۽ وديا گربخشاڻي شامل هئا. فلم ڏسندڙن ۾ ڪافي مقبول ٿي. 2005ع ڌاري هن فلم جي وڊيو سي. ڊي مارڪيٽ ۾ آندي وئي آهي.

'اباڻا' فلم کانپوءِ **'پرائي زمين' 14 آگسٽ** 1958ع تي سنڌ ۾ رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار شيخ حسن ۽ فلمساز اي.جي مرزا هو. هيءَ ڪهاڻي اردوءَ ۾ لکي وئي هئي، جنهن جو سنڌي ترجمو گل محمد هوت ڪيو. موسيقار غلام نبي عبداللطيف هو ۽ اداڪارن ۾ سوزي، ڊينيل، سلطان، رخسانه ۽ چارلي وغيره هئا. هيءَ فلم ڏسندڙن ۾ ڪافي مقبول ٿي.

1959ع ڌاري 'راءِ ڏياچ' نالي ڀارت ۾ ٺهيل فلم تمام گهڻي مقبول ٿي. هيءَ فلم شاهه لطيف جي سُر سورٺ تي آڌاريل هئي. هن فلم جو پروڊيوسر نندماتا آتو لعلواڻي هو جڏهن ته هدايتڪار جي. بي. لُلا هو ۽ فلم جا گيت پرسرام ضيا لکيا، هن فلم جا اداڪار پرتاب منيار، آتو لعلواڻي، شانتي، ڪان موهن ۽ پڌو آڏواڻي وغيره هئا. هيءَ فلم هدايتڪاريءَ، فوٽوگرافي، سيٽنگ ۽ ڪهاڻيءَ جي لحاظ کان معياري فلم هئي، جيڪا عام ماڻهن ڏاڍي پسند ڪئي.

1960ع ڌاري ڀارت ۾ به فلمون رليز ٿيون. ڀهرين **'انصاف ڪٿي آهي'** نالي هئي، هن فلم جو هدايتڪار، پروڊيوسر ۽ ليکڪ ديپڪ آشا هو جڏهن ته هن فلم جا گيت پرسرام ضيا لکيا. اداڪارن ۾ ديپڪ آشا، چندر ميراڻي، ڪان موهن ۽ پڌو آڏواڻي هئا. هن فلم جي ڪهاڻيءَ ۾ سماجي اوڻاين کي پڌرو ڪيو ويو هو. اها ڪامياب فلمن مان هئي.

1960ع ڌاري ٻي فلم **'سسئي پنهون'** ڀارت ۾ رليز ٿي. هيءَ فلم به شاهه لطيف جي داستان 'سسئي پنهون' تي آڌاريل هئي. هن فلم جو پروڊيوسر، هدايتڪار، ليکڪ ۽ اداڪار سرڳواسي رام رسيلا هو جيڪو گجراتي ڊرامن ۽ فلمن جو چاتل سڃاتل ڪلاڪار هو. هن فلم جو سنگيت مهيش چندر ترتيب ڏنو، جڏهن ته اردو فلم ۽ غزل جي گائڪ طلعت محمود ڀهريون ڀيرو سنڌيءَ ۾ هن فلم لاءِ گيت ڳاتو هو. هيءَ فلم باڪس آفيس توڙي عام ماڻهن ۾ ڪامياب نه رهي. بعد ۾ رام رسيلا هن فلم ۾ ڪجهه تبديليون ڪري نئين فلم 'پرديسي پريتم' جي نالي سان رليز ڪئي پر اها به ناڪام وئي. 1960ع کانپوءِ هندستان ۾ چئن سالن تائين ڪابه فلم نه ٺهي.

1964ع ڌاري ڀارت ۾ رام پنجواڻيءَ جي ناول 'آهي نه آهي' تي آڌاريل فلم **'جهولي لال'** ٺاهي وئي. هيءَ فلم جهولي لال يعني سنت اڏيري لال بابت هئي. جهولي لال فلم ويساهه جي موضوع تي فلمايل آهي. هن فلم جو پروڊيوسر اي.ڪي ملتاني هو، جڏهن ته هدايتڪار ڌرم ڪمار، ڪهاڻيڪار رام پنجواڻي هئا. هن فلم جا گيت پرسرام 'ضيا' لکيا هئا. هن فلم جي اداڪارن ۾ رام پنجواڻي، رتنا، آنند، چندا ميرچنداڻي ۽ نئي ران پنتو شامل هئا. هي فلم تمام گهڻي ڪامياب وئي. هن فلم جي وي.سي.ڊي پڻ نڪتل آهي.

1964ع کان 1966ع جي وچ ۾ هندستان ۾ ڪابه سنڌي فلم نه ٺهي. 1966ع ڌاري فلم **'لاڏلي'** رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار ديپڪ آشا، پروڊيوسر نرماتا هرڪشن هو، جڏهن ته ڪهاڻي ڪڪي ۽ ڪندن ڪمار لکي. فلم جا گيت گورڌن ڀارتيءَ لکيا ۽ سنگيت سي ارجن ترتيب ڏنو. اداڪارن ۾ نرملا ميرچنداڻي، موهن ڀيلاڻي، پرتاب منيار، ورشا، رام پنجواڻي، گورڌن ڀارتي، سترام روهڙا، ڪندن ڪمار ۽ ڪڪي هئا. هن فلم جا گيت ڪملا ڪيسواڻي، گرڌر ميراڻي، ڪلان هزاري، جينا لعل، ماسٽر چندر، ڀڳونتي ناواڻي، رام پنجواڻي ۽ بلو سي راڻيءَ ڳاتا، جيڪي ڪافي مشهور ٿيا. هن فلم جي ڪهاڻي پيار ۽ سماجي مسئلن تي آڌاريل هئي. فلم ڪامياب ٿي.

1966ع ڌاري ٻي فلم **'سنڌوءَ جي ڪناري'** هندستان ۾ رليز ٿي. هن فلم جو پروڊيوسر، هدايتڪار ۽ ڪهاڻيڪار مشهور سنڌي اديب گوبند مالهي هو هن فلم جا گيت گورڌن ڀارتيءَ لکيا. جڏهن ته سنگيت سي. ارجن ترتيب ڏنو هو. اداڪارن ۾ ڀڳونتي ناواڻي، مدن جماڻي، امرچنداڻي، ايس پي منگهاڻي، رميش چاچاڻي، رميش راج ۽ جي ايشور هئا. فلم جا گيت ماسٽر چندر، رام پنجواڻي، سترام روهڙا ۽ چندرو آتما جا ڳاتل آهن. هيءَ فلم ڪامياب نه وئي.

سنڌي فلمون

1968ع ڌاري ٻه فلمون رليز ٿيون. جن ۾ **'شهرو فيروز'** نالي فلم 18 آڪٽوبر 1968ع تي سنڌ ۾ رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار غلام علي، فلمساز خادم بلوچ، هدايتڪار شيخ حسن ۽ اداڪارن ۾ مشتاق چنگيزي، ماهه پاره، احمد علي، شيخ حسن ۽ شاڪر بلوچ شامل هئا. هيءَ فلم پيلس ميرپورخاص جي پيشڪش هئي، جيڪا تمام گهڻي مشهور ٿي. هيءَ فلم حيدرآباد ۾ نشاط سئنيما، تاج محمل سئنيما ڪراچيءَ ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. فلم جي وڊيو سي.ڊي مارڪيٽ ۾ آندي وئي. هي فلم ڏسندڙن ۾ ڪامياب وئي.

1968ع ڌاري ٻي فلم **'شل ڏيئر نه ڇمن'** پارٽ ۾ رليز ٿي. اها فلم رام پنجواڻيءَ جي ناول 'شل ڏيئر نه ڇمن' تي آڌاريل هئي. موضوع جي لحاظ کان فلم سماجي مسئلن ۽ ڏيتي ليتيءَ جي مسئلي تي ٽهيل هئي. هن فلم جو پروڊيوسر رميش راج هو. هدايتڪار ديپڪ آشا هو. گيت گوردن پارتيءَ لکيا هئا. جن جو سنگيت سي ارجن ترتيب ڏنو هو ۽ ٻين نامورن گائڪن به هن فلم لاءِ ڳاتو. پرتاب منيار، ديپڪ آشا ۽ ايس پي منگهارام ڪردار ادا ڪيا. هيءَ ڪامياب فلمن ۾ شمار ٿئي ٿي.

1969ع ڌاري **'رات هڪ طوفان جي'** فلم هندستان ۾ رليز ٿي، جيڪا نامور اديب موتي پرڪاش جي لکيل ناٽڪ 'رات هڪ طوفان جي' تي آڌاريل هئي. فلم جو پروڊيوسر دامو ڪتاڻي ۽ هدايتڪار موتي پنجواڻي هو. پر ڪن سببن ڪري هو فلم اڌ ۾ ڇڏي ويو هو. جنهن بعد ديپڪ آشا فلم مڪمل ڪئي. فلم جو اسڪرپٽ ۽ گيت موتي پرڪاش لکيا. فلم جي اداڪارن ۾ نرملا مير چنداڻي، امرچنداڻي، سچو آڏواڻي، روپ گيهاڻي، پرتاب منيار ۽ ايس پي مينگهاڻي شامل هئا. فلم سسپنس تي ٻڌل هئي. هن فلم جو هڪ گانو اردو اديب نقش لائلپوريءَ لکيو هو. فلم گهڻي ڪامياب نه وئي.

1969ع ڌاري هڪ ٻي فلم **'چانڊوڪي'** سنڌ ۾ رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار غلام نبي هو. جڏهن ته هدايتڪار اي. ڪيو پيرزادو هو. فلمساز ايس. واءِ اي گروپ ۽ اداڪارن ۾ مشتاق چنگيزي، ماهه پاره، ملڪ انوڪو، چڪوري، شيخ سنڌي ۽ قربان جيلاني شامل هئا. هيءَ فلم شاهه فلمز جي سنڌي پيشڪش آهي، جيڪا شاليمار سئنيما حيدرآباد، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم، نگار سئنيما لاڙڪاڻي ۽ تاج سئنيما ٽنڊي محمد خان ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هي فلم تمام گهڻي مقبول ٿي.

1970ع ڌاري ڇهه فلمون رليز ٿيون. جن ۾ پهرين فلم **'گهونگهٽ لاهه ڪنوار'** 18 سيپٽمبر 1970ع تي سنڌ ۾ رليز ٿي. هيءَ فلم جزوي رنگين هئي ۽ سنڌي پبليڪيشن جي پيشڪش هئي. هن فلم جو هدايتڪار غلام حيدر صديقي هو. هن فلم جا مڪالما نامياري ڪهاڻيڪار امر جليل جا لکيل هئا. اداڪارن ۾ وسيم، سعيده، ڪرن، ملڪ انوڪو، حنيف ۽ سيد صالح محمد شاهه شامل هئا. هي فلم مالا ۽ ڪرائون سئنيما ڪراچي، شاليمار ۽ نشاط سئنيما حيدرآباد، شاهين سئنيما لطيف آباد، پيلس سئنيما ميرپورخاص، ايلائيٽ سئنيما حيدرآباد، المنظر سئنيما لاڙڪاڻي ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هيءَ فلم به مقبول وئي.

**'نوري ڄام تماچي'** فلم 10 اپريل 1970ع تي رليز ٿي. هن فلم جو فلمساز بهار. اي. بلوچ، موسيقار غلام علي، هدايتڪار شيخ حسن ۽ اداڪارن ۾ مشتاق چنگيزي، عشرت، نرگس جهان، احمد علي، شڪيل لاسي ۽ امير حسن شامل هئا. هيءَ فلم نشاط سئنيما حيدرآباد ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هن فلم جي ڪهاڻي، مڪالما ۽ گيت رشيد احمد لاشاريءَ لکيا. 'نوري ڄام تماچي' سنڌ جي لوڪ داستان تي ٻڌل فلم ڪافي ڪامياب وئي.

ساڳئي سال فلم **'رڪ مولا تي'** رليز ٿي. هيءَ فيئر ڊيل فلمز جي پيشڪش هئي. هن فلم جو هدايتڪار ۽ ڪهاڻيڪار اسماعيل ميمڻ هو، جڏهن ته فلم جا مڪالما امر جليل جا لکيل هئا. فلم جا گانا سيد منظور جا لکيل، موسيقار امداد حنيف ۽ ايڊيٽر ايم عقيل خان هو. جڏهن ته هن فلم جي مکيه اداڪارن ۾ سعيده، مشتاق چنگيزي،عبدالحق ۽ ان کان سواءِ ڪجهه نوان اداڪار به شامل هئا. هي فلم 1970ع ۾ رليز ٿي.

**'تنهنجون ڳالهيون سڄڻ'** فلم 1970ع ڌاري رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار بلاول بيلجيم، فلمساز ۽ هدايتڪار مولانا جيسي ۽ غلام محمد حسن ٽالپر هئا. هن فلم جي اداڪارن ۾: نذر، نجمه شاهين، منصور بلوچ، شمع ۽ خورشيد ڪنول شامل هئا. هيءَ سنڌي فلم ڏسندڙن ۾ ڪامياب وئي.

**'اڃا ته مان ننڍڙي آهيان'** سنڌي فلم 1970ع ۾ ٻئي پارٽ ۾ رليز ٿي. هن فلم جو فلمساز ڊاڪٽر رامچند تارا سنگهاڻي ۽ هدايتڪار گلاب پرڪاش هو. هن فلم جا گيت نااليواري شاعر موتي پرڪاش لکيا، جن کي موسيقي بلو سي راڻي ڏني. فلم جي اداڪارن ۾ رتنا، چندرا ميرچنداڻي، ڪان موهن، پرتاب منيار، گلاب، ٽن ٽن ۽ ديپڪ آشا شامل هئا. هن فلم جا گيت ڇينا لعل، اشو جاگيردار ۽ بلو سي راڻيءَ ڳايا.

**'رنگ محل'** فلم 28 ڊسمبر 1970ع تي لعل فلمز جي سهڪار سان رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار فيروز گل، فلمساز سيد سيف الله شاهه، هدايتڪار ايس. واءِ احمد ۽ اداڪارن ۾ رشيد، ماهه پاره، مشتاق جسڪاڻي، صالح محمد، احمد علي ۽ ڪمال ايراني شامل هئا. هيءَ فلم ڪراچيءَ ۾ ناز سئنيما، قيصر سئنيما حيدرآباد، رائل سئنيما لاڙڪاڻي، پيلس سئنيما ميرپورخاص ۽ پيراڊائيز سئنيما سکر ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

15 جنوري 1971ع تي **'پنو عاقل'** فلم رليز ٿي جيڪا ماسٽر فلمز انٽرپرائزر جي پيشڪش هئي. هن فلم جو هدايتڪار ايس.ايم نسيم، موسيقار غلام علي، اداڪارن ۾ قربان جيلاني، شهزادي، عبدالحق ابڙو، ملڪ انوڪو ساقي، وسيم، انيلا، ناصر خان، ڪمال ايراني ۽ ناز بيگم شامل هئا. اها فلم به مقبول وئي.

18 جون 1971ع تي 'ليليٰ مجنون' فلم رليز ٿي، جيڪا نيازي فلمز جي پيشڪش هئي. هن فلم جو هدايتڪار ايس. اي. غفار، فلمساز مسز ممتاز، موسيقار غلام علي ۽ اداڪارن ۾ مشتاق چنگيزي، ماهه پاره، احمد علي، مشتاق مغل، اي. آر. بلوچ، انيلا سلطانو ڪمال ايراني، اسحاق قريشي، پروين اختر ۽ ساقي شامل هئا. هيءَ فلم ريگل ڪرائون سئنيما ڪراچي، مالا سئنيما، نيو مئجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، شاهين سئنيما لطيف آباد ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هن فلم تمام گهڻي ڪاميابي ماڻي.

'محبوب مٺا' فلم 12 نومبر 1971ع تي رليز ٿي، جيڪا مهراڻ فلمز جي پيشڪش هئي. هن فلم جو هدايتڪار اي.ڪيو پيرزادو، پروڊيوسر جي.ايس گورچاڻي، موسيقار غلام علي ۽ اداڪارن ۾ مشتاق چنگيزي، انيلا نياز، چڪوري، ملڪ انوڪو، شيخ سنڌي، ڪرن ۽ منصور بلوچ شامل آهن. هي فلم ايلائيٽ سئنيما حيدرآباد ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي، جيڪا تمام گهڻي مقبول ٿي.

'نقلي شان' هيءَ سنڌي فلم 1971ع ۾ ٺهي ۽ ڀارت ۾ رليز ٿي، جنهن جو ڪهاڻيڪار رميش مهتا، فلمساز ۽ هدايتڪار تلسي رامسي هو. هن فلم جا گيت مشهور شاعر ڪرشن راهيءَ لکيا، جن جي موسيقي بلو سي راڻيءَ ترتيب ڏني. هڪ گيت مڪيش کان ڳارايو ويو. هيءَ فلم مزاحيه انداز جي ۽ سماجي موضوع تي آڌاريل هئي. هن فلم جي ڪهاڻي هڪ سنڌي ناٽڪ 'انڊر سيڪريٽري' تان ورتل آهي. هن فلم جي اداڪارن ۾ اي. ڪي هنگل، ستين ڪيو، امرچنداڻي، ايس. پي مينگهاڻي، مدن جماڻي، بوني رتنپال، آشا هرگناڻي، گيتاراج ۽ رجني تولا شامل هئا.

18 نومبر 1972ع تي 'منڙا شال ملن' فلم رليز ٿي. هيءَ فلم مهراڻ فلمز جي پيشڪش هئي. هن فلم جو هدايتڪار اي. ايڇ صديقي، فلمساز شمس الدين هو ۽ موسيقار جا فرض غلام عليءَ سرانجام ڏنا. هن فلم جي اداڪارن ۾ مشتاق چنگيزي، چڪوري، عشرت، ڪليم، ملڪ انوڪو ۽ قربان جيلاني شامل آهن. هيءَ فلم شاليمار سئنيما حيدرآباد، تاج محل سئنيما ڪراچي، فردوس سئنيما ميرپورخاص، شمس سئنيما حيدرآباد، رائل سئنيما لاڙڪاڻو پلازه سئنيما شڪارپور ۽ شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي هئي. هيءَ فلم ڪامياب وئي. هن فلم ۾ شيخ اياز جي وائي 'سهڻو ڪيرميار' فقير عبدالغفور جي آواز ۾ شامل هئي.

'بادل' فلم 8 نومبر 1972ع تي رليز ٿي، هن فلم جو هدايتڪار غلام حيدر صديقي هو، جڏهن ته فلمساز ۽ ڪهاڻيڪار اسماعيل ميمڻ ۽ موسيقار امداد حسين هو. هن فلم جي اداڪارن ۾: وسيم، سعيده، ملڪ انوڪو، عبدالحق ابڙو، احمد علي، اي. آر. بلوچ، چڪوري، ساقي، جمن ملان ۽ مشتاق مغل شامل هئا. هيءَ فلم نگار سئنيما لاڙڪاڻي ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

1973ع ۾ چار فلمون رليز ٿيون، جن ۾ 'جيجل ماءُ' فلم، 9 نومبر 1973ع تي رليز ٿي. هيءَ فلم فيمس سني فلمز جي سهڪار سان ٺهي. هن فلم جو هدايتڪار فلمساز اي. ايڇ. صديقي، موسيقار غلام علي هو. هن فلم جي اداڪارن ۾ مشتاق چنگيزي، چڪوري، ملڪ انوڪو روشن، لاڏو، رمضان، گدو ۽ قربان جيلاني شامل هئا. هيءَ فلم تاج محل سئنيما ڪراچي، نشاط سئنيما حيدرآباد، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻو پيراڊائيز سئنيما سکر، راحت سئنيما حيدرآباد، نگار سئنيما لاڙڪاڻو تاج سئنيما ٽنڊي محمد خان ۽ شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. فلم ڪامياب وئي.

7 ڊسمبر 1973ع تي رليز ٿيندڙ سنڌي فلم 'سودا پٽ سنڌ جا' وانا فلمز جي پيشڪش هئي. هن فلم جو هدايتڪار يونس راٺوڙ هو. موسيقاريءَ جا فرض ظفر عليءَ سرانجام ڏنا. فلمساز صاحبزاده اياز ۽ اداڪارن ۾ چڪوري، مشتاق چنگيزي، نرگس، مراد بلوچ، ملڪ انوڪو، محبوب علي، ايس مغل، مشتاق مغل ۽ مشتاق جسڪاڻي شامل هئا. هيءَ فلم شاليمار سئنيما حيدرآباد، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊو آدم، شمس سئنيما حيدرآباد، ريڪس سئنيما ٽنڊو آدم، تاج محل سئنيما ۽ ڪرائون سئنيما ڪراچي ۽ ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي جي پردي تي ڏيکاري وئي. فلم تمام گهڻي ڪامياب ٿي.

'البيلي' فلم 1973ع ۾ عيدالفطر جي موقعي تي، پٽائي فلمز جي سهڪار سان رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار غلام حيدر صديقي، پروڊيوسر آر. پي چوڌري، موسيقار غلام علي هو. هن فلم جي اداڪارن ۾: مشتاق چنگيزي، عشرت چوڌري، ڪرن، ملڪ انوڪو، قمر چانڊيو، عبدالحق ابڙو، سڪندر ۽ قربان جيلاني شامل هئا. هيءَ فلم شاليمار سئنيما حيدرآباد، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي ۽ شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۽ ٻين ڪيترين سئنيمائن ۾ پردي تي ڏيکاري وئي، جيڪا ڏسندڙن ۾ مقبول وئي.

8 جون 1973ع تي فلم 'سوٽ' رليز ٿي. هن فلم جو پروڊيوسر مظهر حسين، موسيقار غلام نبي عبداللطيف، هدايتڪار اي. ڪيو. پيرزادو هو. هن فلم جي اداڪارن ۾ وسيم، انجمن، محبوب عالم، افشان، اي.آر بلوچ ۽ تاج نيازي شامل هئا. هي فلم وينس سئنيما حيدرآباد، امپائر سئنيما سکر، نگار سئنيما لاڙڪاڻي ۽ شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

1974ع ڌاري پنج فلمون رليز ٿيون جن ۾: 'لڄ رک' فلم 1974ع ۾ رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار ظفر قريشي، هدايتڪار ايس. ايم بروهي، فلمساز جليل قريشي ۽ اداڪارن ۾ رب نواز، نادره، آفندي، ڪرن، عاشي، پرنس مغل، شراوت، شهزادي، محمود، شڪيل لاسي، بادي بلدر سڪندر ۽ ايس مغل شامل هئا. هيءَ فلم قيصر سئنيما حيدرآباد ۽ شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

ان بعد **’پيار تان صدقي‘** فلم **17 مئي 1974ع** تي رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار ايس. واءِ احمد، فلمساز اي. رزاق ۽ ايم قاسم، عڪاسي آغا امام، موسيقي غلام عليءَ ترتيب ڏني. هن فلم جي اداڪارن ۾: مشتاق چنگيزي، چڪوري، نرگس، عرفان، محبوب عالم، گل منير، رمضان، اي.آر بلوچ ۽ ملڪ انوڪو شامل هئا. هيءَ فلم شاليمار سئنيما حيدرآباد، نشاط سئنيما سکر، نگار سئنيما لاڙڪاڻي ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هيءَ فلم آر. ڪي فلمز جي سهڪار سان رليز ڪئي وئي ۽ ڪامياب ٿي.

**25 ڊسمبر 1974ع** تي **’غيرت جو سوال‘** سنڌي فلم عيدالفطر جي موقعي تي رليز ڪئي وئي، جيڪا العباس فلمز جي پيشڪش هئي. هن فلم جو هدايتڪار يونس رائوڙ هو ۽ فلمساز عقيل خان ۽ موسيٰ ڪليم هئا، جڏهن ته موسيقار فيروز گل ۽ رضا حيدر هئا. هن فلم ۾ عشرت چوڌري، ڪيفي، ناصره، اقبال احمد، محبوب عالم، ناهيد، قربان جيلاني، ڪرن، ملڪ انوڪو اي.آر بلوچ، ننهو ۽ شهباز درانيءَ اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا. هيءَ فلم چاندني سئنيما، نشاط سئنيما حيدرآباد، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي، نشاط سئنيما سکر، تصوير محل سئنيما ميرپورخاص، محفل سئنيما هالا، تاج محل سئنيما ڪراچي، شهاب سئنيما حيدرآباد، ڪوهِ نور سئنيما حيدرآباد، دلشاد سئنيما نوابشاهه ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هيءَ فلم ڏسندڙن ۾ ڪامياب وئي.

**5 ڊسمبر 1974ع** تي **’منهنجو پيار پڪاري‘** فلم رليز ٿي. هيءَ فلم گل رنگ پروڊڪشن جي پيشڪش هئي. هن فلم جو هدايتڪار ايس. واءِ احمد، فلمساز خورشيد حيدر نقوي ۽ موسيقار غلام علي هئا. هن فلم جي اداڪارن ۾ نور محمد لاشاري، چڪوري، مشتاق چنگيزي، اي. آر بلوچ، گڊو، خالده، ڪرن، ملڪ انوڪو، ساحره ۽ گل منير شامل هئا. هيءَ فلم شاليمار سئنيما حيدرآباد ۽ شاهين سئنيما لطيف آباد ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

**15 فبروري 1974ع** تي **’پيار ڪيو سينگار‘** فلم رليز ٿي. هيءَ فلم ’سنڌ سائين فلمز‘ جي پهرين رنگين پيشڪش هئي. هن فلم جو هدايتڪار يوسف رضا، موسيقار غلام علي ۽ فلمساز يوسف نصر هئا. فلم جي اداڪارن ۾ مشتاق چنگيزي، وسيم، عشرت چوڌري، دلاور شاهه، احمد علي، ملڪ انوڪو، مشتاق جسڪاڻي ۽ ڪرن شامل هئا. هي فلم شاليمار سئنيما ڪراچي، ايلائيٽ سئنيما حيدرآباد ۽ ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي ۾ پردي تي ڏيکاري وئي، جيڪا گهڻو مشهور ٿي.

1975ع ۾ پنج فلمون جاري ٿيون. **’بادل ۽ برسات‘** فلم 7 فبروري 1975ع تي رليز ٿي، جيڪا سنڌو مooviز جي پهرين پيشڪش هئي. هن فلم جو هدايتڪار اي.ڪيو پيرزادو، موسيقار غلام نبي عبداللطيف، فلمساز اي.ايم عباسي هو. هن فلم ۾ وسيم، اي.آر بلوچ، قادر شيدي، ابو بلاول، چنگاري، گاڄڻ قريشي، شمس الدين، رحيم شوري، عشرت، ملڪ انوڪي، اسد قريشي ۽ عبدالحق ابڙي اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا. هيءَ فلم لائيٽ هائوس سئنيما ۽ خيام سنگيت سئنيما ڪراچي، راحت سئنيما حيدرآباد ۽ شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هيءَ فلم سنڌي سماج جي عڪاسي ڪندڙ فلم هئي، جيڪا مشهور ٿي ۽ ڪامياب وئي.

**21 فبروري 1975ع** تي **’رت جا رشتا‘** فلم رليز ٿي، هن فلم جو هدايتڪار اي.ايڇ صديقي، موسيقار غلام علي هو هن فلم جا نغما علي محمد مجروح ڳاتا. فلمساز ظاهر سلطان ۽ قربان جيلاني هئا. هن فلم ۾ عشرت، محبوب عالم، ملڪ انوڪو، ڪرن، مشتاق جسڪاڻي، شهزادي، اي.آر. بلوچ، گل بانو، ايس مغل، نور محمد لاشاري، قربان جيلاني، ملڪ ۽ غزالا رفيق وغيره اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا. هيءَ فلم چاندني سئنيما حيدرآباد، شاليمار سئنيما حيدرآباد، تاج محل ۽ ڪرائون سئنيما ڪراچي، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻو ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي، جيڪا تمام گهڻي ڪامياب ٿي.

**’ڌرتي دل وارن جي‘** فلم **17 اپريل 1975ع** تي رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار غلام حيدر صديقي هو. اداڪارن ۾ وسيم، عشرت چوڌري، محبوب عالم، ملڪ انوڪو، مشتاق جسڪاڻي، گل بانو، فريده انجم، نازيہ، شهزادي ناز ۽ گل منير شامل آهن. هيءَ فلم چاندني سئنيما حيدرآباد، نگار سئنيما لاڙڪاڻي، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

**’سنڌڙيءَ تان صدقي‘** فلم **4 جولاءِ 1975ع** تي رليز ٿي. هيءَ فلم عائشه مooviز جي پيشڪش هئي. هن فلم جو هدايتڪار جميل مرزا، فلمساز خواجہ بشير احمد، موسيقار غلام علي ۽ اداڪارن ۾ چڪوري، وسيم، تاج نيازي، وصي احمد، احمد علي، عبدالحق ابڙو، نرگس، بينا، روشن عطا، حسن ۽ سهيل شامل هئا. هيءَ فلم نشاط سئنيما حيدرآباد، پيراڊائيز سئنيما سکر، ٺارو ٽاڪيز سئنيما ٺارو شاهه، شاهه ٽاڪيز سئنيما ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي، جيڪا تمام گهڻي مشهور ٿي.

پهرين آگسٽ 1975ع تي **’ڌرتي لال ڪنوار‘** فلم رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار غلام نبي عبداللطيف هو جڏهن ته فلمساز خليل بڇاڻي ۽ هدايتڪار اي. ايڇ. صديقي هو. هن فلم جي اداڪارن ۾ محبوب عالم، ميان مصطفيٰ قريشي، عشرت، اي. آر بلوچ، ملڪ انوڪو ۽ مشتاق جسڪاڻي هئا. هيءَ فلم تاج محل سئنيما ڪراچي، شهباز سئنيما ٽنڊو الهيار، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

1976ع ڌاري ٻه فلمون رليز ٿيون. **23 جولاءِ 1976ع** تي **’رت جي راند‘** فلم رليز ٿي. هن فلم جو پروڊيوسر ظفر پٽني هو. موسيقار فيروز گل، هدايتڪار منظور احمد هو. فلمساز شمس الحق ظفر پٽني ۽ منظور احمد هئا. هن فلم ۾ مشتاق چنگيزي، چڪوري، ملڪ انوڪو محبوب عالم، سيما، عبدالحڪيم ڪوسو، ايس مغل، عشرت بوبي، اديب نظاماڻي،

مشتاق جسڪاڻي، نورين، سعيد ۽ يوسف اداڪاري ڪئي. هي فلم نشاط سئنيما حيدرآباد، نشاط سئنيما سکر، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي، تاج محل سئنيما ڪراچي، شهباز سئنيما ٽنڊي الهيار ۾ پردي تي ڏيکاري وئي ۽ فلم ڪامياب وئي.

'اڄ نه پاڪر پايون' فلم 2 جولاءِ 1976ع تي رليز ٿي. هيءَ فلم مهراڻ فلمز جي پيشڪش هئي. هن فلم جو هدايتڪار مشتاق چنگيزي، موسيقار فيروزگل، فلمساز جي. ايم ميمڻ هو ۽ اداڪارن ۾ مشتاق چنگيزي، چڪوري، ملڪ انوکو، شبانه ناز، خميسو جانوري، عبدالحق ابڙو، الطاف سومرو، مقبول ڪوکر، زاهد پروين پريم ۽ شيخ سنڌي شامل هئا. هيءَ فلم نشاط، راحت، ۽ اوڊين سئنيما حيدرآباد، فردوس سئنيما ميرپورخاص، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي، ريگل سئنيما نوابشاهه، شاليمار سئنيما سکر ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

'رت ۽ اجرڪ' فلم 18 فيبروري 1977ع تي رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار نذير صوفي، فلمساز شبير احمد انصاري، مڪالمه سائل آزاد ۽ موسيقار غلام علي محمد اشرف هو. اداڪارن ۾ چڪوري، مشتاق چنگيزي، روشن عطا، حڪيم ڪوسو، شبانه ناز، خميسو جانوري، عبدالحق ابڙو، نادر بلوچ، نور محمد لاشاري، اي.آر بلوچ ۽ فرح ديبا شامل هئا. هيءَ فلم راحت سئنيما حيدرآباد، نشاط سئنيما سکر ۽ نگار سئنيما لاڙڪاڻي ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هيءَ فلم سنڌي سماج جي مزاج ۽ رهڻي ڪهڻيءَ جي عڪاسي ڪندڙ فلم هئي، جيڪا تمام گهڻي ڪامياب وئي.

ڪينجهر فلمز جي پيشڪش 'ڌرتي ۽ آڪاش' 6 جولاءِ 1979ع تي رليز ٿي. هن فلم جو پروڊيوسر غلام نبي عبداللطيف، هدايتڪار راج اشوڪ ۽ اسماعيل بن واصف هئا. هن فلم ۾ وسيم، چندا، رحيم شورو، ريحانه ممتاز، ابو بلاول، دوما ناز، نادر بلوچ، شبانه ناز، خميسو جانوري، عبدالحق ابڙو، مشتاق جسڪاڻي، ايس مغل ۽ اي. آر بلوچ اداڪار ۽ بيا شامل آهن. هيءَ فلم شهاب ۽ شاليمار سئنيما حيدرآباد، المنظر سئنيما لاڙڪاڻي، نشاط سئنيما سکر، المهراڻ سئنيما نوابشاهه ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

'دوستن جو پيار' فلم لسبيله فلمز جي پيشڪش هئي. هيءَ فلم 7 ڊسمبر 1979ع تي رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار غلام ايف ظفر هو ۽ پروڊيوسر پريم لاسي هو ۽ هدايتڪاري صمد شيخ جي ڏنل هئي. هي فلم دوستن جي دوستيءَ جي موضوع تي ٺهيل هئي. هن فلم ۾ انور اقبال، رئيس، خالد، محمود لاسي، اي.آر بلوچ، شهزادي، شڪيلا ۽ مشتاق جسڪاڻيءَ اداڪاري ڪئي. هي فلم ڪيترن ئي سئنيمائن تي پردي تي ڏيکاري وئي، جن ۾ جوبلي سئنيما ڪراچي، راحت سئنيما حيدرآباد، المهراڻ سئنيما نوابشاهه ۽ قلوپطره سئنيما لاڙڪاڻو شامل آهن.

'حاضر سائين' فلم 1979ع ۾ عيدالفطر جي موقعي تي رليز ٿي. هن فلم ۾ غلام حيدر موسيقاري ڪئي، پروڊيوسر ۽ هدايتڪار ايس گل هو. هن فلم جي اداڪارن ۾: ايس گل، سعيد احمد علي، وسيم، قمر ميمڻ، شهنيلا قريشي، شبانه ناز، روشن عطا، بينا، گاجن قريشي، نور محمد لاشاري، ملڪ انوکو، سنڌر ۽ سيد سليمان شاهه شامل هئا. هيءَ فلم تاج محل سئنيما بندر روڊ، شهاب سئنيما حيدرآباد، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي ۽ شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

'گهاتو گهر نه آيا' فلم 2 آگسٽ 1981ع تي رليز ٿي. هيءَ فلم ايم. ڪي. بي فلمز جي پيشڪش هئي. هن فلم جو نالو شاهه لطيف جي سُر گهاتو مان ورتو ويو. فلم جو موسيقار ايف. ايم نظر هو. هدايتڪار صمد شيخ هو ۽ پروڊيوسر بابر سلطان هو. هن فلم جي اداڪارن ۾ بابر سلطان، بلقيس، ڪنول، محمد صديق، فرزانه، مراد بلوچ، نجمه، زينت شيخ، آغا گل محمد، عبدالله جان ۽ نور محمد لاشاري شامل هئا. هيءَ فلم نشاط سئنيما حيدرآباد، المنظر سئنيما لاڙڪاڻي، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

25 مارچ 1983ع تي 'اميد' فلم رليز ٿي. هن فلم جو پروڊيوسر رابرٽ ملڪ، هدايتڪار شڪيل لاسي ۽ موسيقار غلام علي هئا. هن فلم ۾ فاروق مير، ريٽا، لطيف مني، ياسمين، ايس مغل، شهنيلا قريشي، چاندني، احمد علي، ملڪ انوکي ۽ محمود لاسيءَ اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا. هيءَ فلم محفل سئنيما ڪراچي، راحت سئنيما حيدرآباد، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻو، حفيظ سئنيما سکر، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هيءَ فلم لسبيله فلمز جي پيشڪش هئي. هيءَ فلم ڪامياب وئي.

30 جون 1984ع تي 'ڦل ماڇي' فلم رليز ٿي. هيءَ فلم ناليواري ڊاڙيل ڦل ماڇيءَ جي زندگيءَ تي آڌاريل هئي. هن فلم جو موسيقار اياز علي هو، پروڊيوسر اي. ايڇ صديقي ۽ هدايتڪار نصرالسلام هو. هن فلم جي اداڪارن ۾: شهنيلا قريشي، ريٽا، پريمي يار سلطان، شاهده ملڪ، محمد صديق، عبدالله جان، روشن عطا، رشيد صابر ۽ رينا جان شامل هئا. هيءَ فلم ايلائيٽ سئنيما حيدرآباد، قلوپطره سئنيما لاڙڪاڻي، المهراڻ سئنيما نوابشاهه، تاج سئنيما ٽنڊي محمد خان، فردوس سئنيما ميرپورخاص، نگار سئنيما لاڙڪاڻي، محفل سئنيما ڪراچي، ڪيپري سئنيما ڊگهڙي، شهباز سئنيما ٽنڊي الهيار، تصوير محل سئنيما ڪورنگي (ڪراچي)، ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۽ حفيظ سئنيما سکر ۾ پردي تي ڏيکاري وئي، جيڪا تمام گهڻي ڪامياب ٿي.

12 آڪٽوبر 1984ع تي 'پرديسي ۽ پيار' فلم رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار امداد حسين، پروڊيوسر خير محمد لاسي ۽ هدايتڪار مشتاق چنگيزي هو هن فلم جي اداڪارن ۾: مشتاق چنگيزي، ريٽا، سرتاج وارثي، ممتاز ڪنول، مشتاق جسڪاڻي، مقبول ڪوکر ۽ محمود لاسي شامل آهن. هيءَ فلم نشاط سئنيما حيدرآباد، محفل سئنيما ڪراچي، المنظر سئنيما لاڙڪاڻي، پيراڊائيز سئنيما سکر ۾ پردي تي ڏيکاري وئي، جيڪا ڪامياب وئي.

2 **نومبر** 1984ع تي **'ممتا'** فلم رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار غلام علي، پروڊيوسر آغا اين ڪاوش، هدايتڪار يوسف نصر هو. هن فلم جي اداڪارن ۾ مشتاق چنگيزي، ريٽا، رحمان، روشن عطا، احمد علي، نسرين ناز، فتح محمد ۽ خميسو جانوري شامل هئا. هيءَ فلم انجمن سئنيما ڪراچي، نيو مئجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، امپريل سئنيما سکر، المهراڻ سئنيما نوابشاهه، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻو، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۽ فيض ٽاڪيز سئنيما شهدادپور ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هيءَ فلم ڪامياب فلمن ۾ شامل ٿئي ٿي.

**'برسات جي رات'** سنڌي فلم 20 **جون** 1985ع تي رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار ايس.ايم بروهي هو. هن فلم جي اداڪارن ۾: غفار پٽي، پونم، صلاح الدين، نسرين ناز، منظور مراد، روشن عطا، منظور سخيراڻي ۽ ساقي هئا. سکر، قلو پطره سئنيما لاڙڪاڻي ۽ شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

15 **نومبر** 1985ع تي **'جلال چانڊيو'** فلم رليز ٿي. هيءَ فلم يڪتاري ڇيڙيءَ جي بي تاج بادشاهه جلال چانڊيي جي زندگيءَ تي آڌاريل آهي. هن فلم جي موسيقاري فيروز گل ڏني، پروڊيوسر مظهر حسين هو، هدايتڪار شاهه اسد هو ۽ اداڪارن ۾ شهناز پٽي، مشتاق چنگيزي، جلال چانڊيو، پروين، بوبي، لعل ڪمار، شهزادي، لطيف منو، غلام رسول جتوئي، مشتاق جسڪاڻي ۽ محمود صديقي شامل هئا. هيءَ فلم تمام گهڻي ڪامياب وئي. هن فلم جي وڊيو سي ڊي نڪتل آهي. هيءَ فلم نيو مئجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، پيراڊائيز سئنيما سکر، قلوپطره سئنيما لاڙڪاڻي، پلازه شهدادڪوٽ، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم، شاهين سئنيما شهدادپور، ۽ محفل سئنيما، ڪيپري سئنيما ۽ ڪوهنور سئنيما حيدرآباد ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

13 **ڊسمبر** 1985ع تي **'حيدر خان'** سنڌي فلم رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار غلام علي هو، پروڊيوسر اي. نذير ڪاوش، هدايتڪار يوسف نصر هو. هيءَ فلم نصر فلمز جي پيشڪش هئي، هن فلم ۾ وسيم، ريٽا، رحمان، عائشہ، امداد جويو، فتح محمد، اسد قريشي، جلال چانڊيو ۽ صائمه اداڪاري ڪئي. هيءَ فلم نشاط سئنيما حيدرآباد، المنظر سئنيما لاڙڪاڻي، پيراڊائيز سئنيما سکر، ڪاڪ محفل سئنيما موري، تاج محل سئنيما دادوءَ، نشاط سئنيما جيڪب آباد، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم، شاهين سئنيما شهدادپور، محفل انجمن سئنيما ڪراچي، تصوير محل سئنيما ڪراچي، هالي ووڊ سئنيما ڪراچي، سرتاج سئنيما سانگهڙ ۽ محفل سئنيما هالا ۾ پردي تي ڏيکاري وئي، اها تمام گهڻي مقبول وئي.

26 **اپريل** 1985ع تي **'جانو ڏاڙيل'** فلم رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار اصغر علي خان هو ۽ اداڪارن ۾ بابر سلطان، ريٽا، محمد صديق، حنا شيرازي، وسيم، اسلم راهي، رشيد خان، عبد سلطان ۽ شهباز دراني شامل آهن. هيءَ فلم اتحاد فلمز جي پيشڪش هئي ۽ ناز سئنيما ڪراچي، شمس سئنيما حيدرآباد، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي، ريگل سئنيما نوابشاهه، ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم، تاج سئنيما ٽنڊي محمد خان، محفل سئنيما هالا، نشاط سئنيما شهدادڪوٽ ۽ ٽالپر ٽاڪيز سئنيما خيرپورميرس ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

7 **مارچ** 1986ع تي **'سهڻا سائين'** فلم رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار غلام حيدر هو، پروڊيوسر ۽ هدايتڪار ايس گل هو. هن فلم جي اداڪارن ۾: صلاح الدين تنيو تهمينه، غفار پٽي، نور محمد لاشاري، روشن عطا، گل بانو، مشتاق جسڪاڻي، ممتاز ڪنول، يار محمد شاهه، نسرين ناز، شبير انصاري ۽ منظور مراد شامل هئا. هيءَ فلم نيو مئجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، المنظر سئنيما لاڙڪاڻي، ناز سئنيما ڪراچي، ريجنٽ سئنيما سکر ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هيءَ فلم تمام گهڻي ڪامياب ٿي.

1986ع ۾ **'پوتي ۽ پڳ'** فلم رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار وجاهت عطري، پروڊيوسر محبوب عالم ۽ هدايتڪار ايچ.اي بخاري هو. هن فلم ۾ محبوب عالم، عشرت چوڌري، بنديا، اديب، نيلو فردوس جمال، عابد ڪاشميري، بهار ۽ مصطفيٰ قريشي اداڪاري ڪئي. هيءَ فلم نيو مئجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، پيراڊائيز سئنيما سکر، شهباز سئنيما ۽ اوڊين سئنيما ڪراچيءَ ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

9 **جون** 1986ع تي **'حاڪم خان'** فلم رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار لال محمد هو، پروڊيوسر اشتياق اڪبر، هدايتڪار شيرين هو ۽ اداڪارن ۾: وسيم، ياسين، اشتياق، شيرين، بابر سلطان، جاني مري، روشن عطا، احمد علي، انور ٽيهو، ملڪ انوکو انيلا، انور شيخ، محمد حسين ۽ صمد شيخ شامل هئا. هيءَ فلم نشاط سئنيما حيدرآباد، المهراڻ سئنيما نوابشاهه، قلوپطره سئنيما لاڙڪاڻي ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هيءَ فردوس فلمز جي پيشڪش هئي.

**'قرباني' فلم، 9 جون** 1986ع تي رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار غلام علي هو، پروڊيوسر خير محمد لاسي، هدايتڪار شڪيل لاسي هو ۽ اداڪارن ۾ رحمان، ريٽا، بابر سلطان، شهنيلا قريشي، محمود، محبوب اختر، حنا شيرازي، لطيف منو، روشن عطا، فاروق مير ۽ رحمان وغيره شامل هئا. هيءَ فلم لسبيلہ فلمز جي پيشڪش هئي ۽ ايلائيٽ سئنيما حيدرآباد، المنظر سئنيما لاڙڪاڻي، نشاط سئنيما سکر، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۽ شاهين سئنيما شهدادپور ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

**'هوجمالو'** سنڌي فلم 1986ع ۾ ڀارت ۾ ٺهي رليز ٿي. هن فلم جي ڪهاڻي هندو- مسلم ايڪتا، قومي جذبن ۽ پاڪ ڀارت لڙائيءَ جي موضوع تي آڌاريل هئي. هن فلم جا فلمساز سنڌي ساهتيہ جا مشهور ليکڪ ارجن چاولا ۽ هري موٽواڻي هئا. فلم جو هدايتڪار ارجن چاولا ۽ اشوڪ راءِ هئا. هن فلم جا گيت گوردن ڀارتيءَ لکيا، جنهن کي موسيقي سي. ارجن ڏني. هن فلم جي اداڪارن ۾ سنجيو ڪمار، ستين ڪپور، گيتا راج، رام پنجواڻي، ايس. پي. مينگهاڻي وغيره شامل هئا. هن فلم

جا گيت ڀڳونتي ناواڻي، سترام روهڙا، ٽيڪاسين، ڪملا ڪيسواڻي، مهندر ڪپور، ڪلان هزاري ۽ رام پنجواڻيءَ ڳايا آهن.

'**اُمي يا ممي**' نالي سنڌي فلم دهليءَ جي ڊراما گروپ مهراڻ طرفان 1986ع ۾ ٺهي ۽ دهليءَ ۾ رليز ٿي. هيءَ فلم سنڌي ناٽڪ جي ڪهاڻيءَ جي آڌار تي ٺهيل هئي. فلم ۾ سنڌي ٻولي بچائڻ تي زور ڏنو ويو. هن فلم جو ليکڪ گوپال پنجواڻي ۽ هدايتڪار اشوڪ جئسنگهاڻي هو. هن فلم جا گيت مختلف شاعرن جا لکيل آهن ۽ موسيقي ڪان موتيهار ڏني. هن فلم جا ڪجھ گيت هندي فلمن جي مشهور فنڪارن اُشا منگيشڪر، سلڪڻا پنڊت ۽ سشما سريشٺ ڪان ڳارايا ويا. هن فلم جي هڪ گيت 'سنڌي اسان جي ٻولي، منڙي اباڻي ٻولي' ڪافي مقبوليت ماڻي. هن فلم جي اداڪارن ۾ ڪويتا پنجواڻي، گوپال پنجواڻي، شنڪر مولواڻي، اُتم تلريجا وغيره هئا.

'**پُرو**' سنڌي فلم، 1987ع ڌاري، بلونا فلمز طرفان ٺهي. هيءَ فلم سنڌ جي تڏهوڪي مشهور ڌاڙيل پرو چانڊيي جي زندگيءَ تي فلمايل هئي، جنهن ۾ وڏيرن جي ظلم ۽ پرو چانڊيي سان ٿيندڙ ناانصافين کي ڏيکاريو ويو. هن فلم جو موسيقار فيروزگل هو، جڏهن ته پروڊيوسر مظهر حسين، هدايتڪار شاهه اسد هو ۽ اداڪارن ۾ منصور بلوچ، ريٽا، مشتاق چنگيزي، شهناز اڪمل، نور محمد لاشاري، شهزادي، لعل ڪمار، انور سولنگي، مشتاق جسڪاڻي، انجمن طالش ۽سپنا شامل هئا. هيءَ فلم ڪيترن ئي سئنيمائن جي پردي تي ڏيکاري وئي، جن ۾: نشيمن سئنيما ڪراچي، ڪوهنور سئنيما حيدرآباد، پيراڊائيز سئنيما سکر، قلو پطره سئنيما لاڙڪاڻو، افشان سئنيما شڪارپور، افشان سئنيما ڪراچي، نشاط سئنيما نوابشاهه، تاج محل سئنيما دادو، ڪاڪ محل سئنيما مورو، شمس سئنيما نوشهرو فيروز، شاهين سئنيما شهدادپور، ڪيپري سئنيما ٽنڊوالهيار، سوهڻي سئنيما خيرپور ناٿن شاهه، تصوير محل سئنيما ميرپورخاص، ريڪس ۽ شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊو آدم ۽ قلو پطره سئنيما لاڙڪاڻو شامل هيون. هي فلم ڪامياب وئي ۽ ڏسندڙن ۾ مقبوليت ماڻي.

1987ع ۾ '**طوفان**' فلم آر. اي پڪچرز جي طرفان رليز ٿي. هن فلم جي موسيقار ستار حسين، پروڊيوسر اي. ايچ صديقي هو، مصنف ۽ هدايتڪاري اصغر علي خان جي ڪيل هئي. هن فلم جي اداڪارن ۾ وسيم، ريٽا، بابر، سلطان، حنا شيرازي، ملڪ انوکو نوشي، اسد قريشي، زاهد ابڙو، روشن عطا ۽ شهباز دراني شامل آهن. هيءَ فلم اوڊين سئنيما ڪراچي، نشاط سئنيما حيدرآباد، رائل سئنيما لاڙڪاڻي، نشاط سئنيما نوابشاهه، پيراڊائيز سئنيما سکر ۽ شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

'**هل ته ڀڄي هلون**' هيءَ سنڌي رنگين فلم 1987ع ۾ ڀارت ۾ ٺهي ۽ رليز ٿي. هن فلم جو موضوع سماجي ۽ مزاحيه هو هيءَ فلم ٻين سنڌي فلمن کان ڪافي مختلف هئي، جنهن سبب ڪافي مقبول ٿي ۽ ڪاميابي ماڻيائين. هيءَ پهرين رنگين فلم هئي، جيڪا رنگين ۽ سئنيما اسڪوپ هئي. هيءَ فلم مشهور ڪلاڪارن سترام روهڙا ۽ مدن جماڻيءَ ناهي، جنهن ۾ هدايتڪار به مدن جماڻي هو. فلم جا گيت گورڌن ڀارتي لکيا، جن کي موسيقي سي. ارجن ڏني. هن فلم ۾ مشهور فنڪاره لتا منگيشڪر ڪان سنڌيءَ ۾ هڪ گانو به ڳارايو ويو جڏهن ته گهنشيام واسواڻي ۽ ارونا ڪندناڻيءَ به گانو ڳاتو. هن فلم جي اداڪارن ۾ راجن سپي، سونيا مولچنداڻي، ايس. پي. مينگهاڻي، رميش چاچاڻي، سترام روهڙا، رميش مهتا، سرد پگتياڻي، شان چاهڙيا ۽ نيرو آسراڻي شامل هئا. هن فلم ڏسندڙن ۾ ڪافي مقبوليت حاصل آهي. هن فلم کي انڊيا جي اردو فلمن سان مقابلي ۾ ڀيٽي سگهجي ٿو.

'**نادر گوهر**' فلم 18 مئي 1988ع تي نصر فلمز طرفان رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار فيروز گل، پروڊيوسر يوسف نصر، هدايتڪار يوسف ظفر هو. هن فلم ۾ اداڪار فتح محمد، ريٽا، اسد قريشي، صائمه، منور ابڙو، محمود لاسي، شهزادي، حنا شيرازي، نور محمد لاشاري ۽ گلاب چانڊيو هئا. هيءَ فلم المنظر سئنيما لاڙڪاڻي، افشان سئنيما شڪارپور، فردوس سئنيما ميرپورخاص، ايلائيٽ سئنيما حيدرآباد، ڪيپري سئنيما ٽنڊي الهيار، نشاط سئنيما جيڪب آباد، ريگل سئنيما نوابشاهه، پيراڊائيز سئنيما سکر، افشان سئنيما ڪراچي، نگار سئنيما لاڙڪاڻي، ريڪس سئنيما ٽنڊي محمد خان، شمس سئنيما گمبٽ، نثار سئنيما خيرپور ناٿن شاهه، نشاط سئنيما راڻيپور، ناز سئنيما ميرپورماٿيلي، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم، شاهين سئنيما شهدادپور ۽ صدف سئنيما گهوٽڪيءَ ۾ پردي تي ڏيکاري وئي هئي.

'**دشمن**' سنڌي رنگين فلم 18 **مئي** 1988ع تي سرمست آرٽ فلمز جي طرفان رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار غلام علي هو. پروڊيوسر مظفر حسين، هدايتڪار ايس. واءِ احمد هو ۽ اداڪارن ۾ منصور بلوچ، شڪيلا خان، منظور مراد، شيراز، شهنيلا قريشي، شهباز دراني، گلاب چانڊيو، ملڪ انوکو، مشتاق جسڪاڻي، انور سولنگي، نوري ۽ اي.آر. بلوچ شامل آهن. هيءَ فلم نيو مئجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻو، دلشاد سئنيما نوابشاهه، افشان سئنيما ڪراچي، نشاط سئنيما سکر، اسڪالا سئنيما ڪراچي، ٽالپور ٽاڪيز سئنيما خيرپور ميرس، تصوير محل سئنيما ميرپورخاص، شهباز سئنيما ٽنڊوالهيار، افشان سئنيما شڪارپور، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم، تاج محل سئنيما دادو، ڪوهه نور سئنيما نوشهري فيروز، نشاط سئنيما راڻيپور، ماروي سئنيما ڪوٽڙي ۽ ريوالي سئنيما راڌڻ ۾پردي تي ڏيکاري وئي. هيءَ فلم ڏسندڙن ۾ ڪافي ڪامياب وئي.

'**مهراڻ جا موتي**' فلم 10 جون 1988ع تي اي. ايم فلمز طرفان رليز ٿي. هن فلم جو هدايتڪار شيخ حسن هو ۽ اداڪارن ۾ شيراز، ريٽا، محمود لاسي، ملڪ انوکو رشيد خان، بابر بلوچ، ملڪ ۽ سيد سليمان شامل هئا. هي فلم نشاط سئنيما حيدرآباد، فردوس سئنيما ميرپورخاص،

رائل سئنيما لاڙڪاڻو، ڪيپٽل سئنيما ٽنڊي الهيار ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي، جيڪا ڏسندڙن ۾ مقبول وئي.

**’علي گوهر‘** رنگين سنڌي فلم 5 جولاءِ 1988ع تي جاموٽ فلمز طرفان رليز ٿي. هيءَ فلم ناليواري ڌاڙيل علي گوهر چانڊيي جي زندگيءَ تي آڌاريل هئي، جيڪو پنهنجي پاءُ پرو چانڊيي سميت ترجي وڏيرن جي آزار سبب ڌاڙيل ٿيڻ تي مجبور ٿيو هو. هن فلم جو موسيقار غلام علي، پروڊيوسر ايس. گل ۽ هدايتڪار شاهه وحيد هو. هن فلم جي اداڪارن ۾: يار محمد شاهه، سلميٰ جان، صلاح الدين، نسرين ناز، نواب محمدي، شهزادي، نور محمد لاشاري ۽ محمود صديقي شامل هئا. هيءَ فلم پيراڊائيز سئنيما سکر، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي، ميلوڊي سئنيما نوابشاهه، افشان سئنيما ڪراچي، سهڻي سئنيما جيڪب آباد، ٽالپر ٽاڪيز سئنيما خيرپورميرس، سنگيت سئنيما ملير ڪراچي، فردوس سئنيما حيدرآباد، شهباز سئنيما، شاهين سئنيما شهدادپور ۽ شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي ۽ ڪامياب وئي.

**’موروڪ‘** سنڌي فلم 18 آگسٽ 1989ع تي رليز ٿي. هن فلم جو پروڊيوسر ۽ هدايتڪار صمد شيخ هو. موسيقار فتح محمد نظر هو. هيءَ فلم شهاب سئنيما حيدرآباد ۽ رائل سئنيما لاڙڪاڻي ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هيءَ فلم سني پڪچرز ۽ شيخ پڪچرز جي پيشڪش هئي.

**’فيصلو ضمير جو‘** فلم 1989ع ۾ رليز ٿي، جيڪا نصر فلمز جي پيشڪش هئي. هن فلم جو هدايتڪار ۽ فلمساز يوسف نصر هو. هن فلم جي اداڪارن ۾ ممتاز ڪنول، فتح محمد، ريٽا، مشتاق چنگيزي، سهڻي، اسماعيل چانڊيو، نجم ڪاوش، محمود لاسي، ڪمال ايراني، حبيب، خميسو خان، عبدالرزاق، حسين، اڪبر راهوجو ۽ روشن عطا هئا. هيءَ فلم ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي، نشاط سئنيما سکر، ڪاڪ محل سئنيما موري، نشاط سئنيما نوابشاهه، محفل سئنيما هالا، شاهين سئنيما شهدادپور، تاج سئنيما ٽنڊي محمد خان، امداد سئنيما سعيدآباد، شاهپور سئنيما سڪرنڊ، محفل سئنيما شاهپورچاڪر، نشاط سئنيما جيمس آباد، تاج محل سئنيما پريا روڊ، اسڪالا سئنيما سانگهڙ، ڪئپري سئنيما ٽنڊي الهيار ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

لسبيلا فلمز جي پيشڪش سنڌي فلم **’پلاند‘**، 8 سيپٽمبر 1989ع تي رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار بابر علي، پروڊيوسر خير محمد لاسي، ڪهاڻيڪار ۽ هدايتڪار نادر بلوچ هئا. هن فلم جي اداڪارن ۾ ناصر بلوچ، ريٽا، ابو بلاول، ريحانه ممتاز، منظور مراد، الطاف سومرو، شبانه ناز، قمر ميمڻ، اشرف بلوچ، محمود لاسي، رحيم شوري ۽ اي.آر بلوچ شامل آهن. هيءَ فلم المنظر سئنيما لاڙڪاڻي، پيراڊائيز سئنيما سکر، ميلوڊي سئنيما نوابشاهه ۽ ڪيپري سئنيما ٽنڊي الهيار ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

1989ع ۾ **’جهومر ۽ بندوق‘** سنڌي فلم شهنشاهه پروڊڪشن جي طرفان رليز ٿي. هن فلم ۾ موسيقي فيروز گل ڏني ۽ پروڊيوسر اي.ايچ صديقي هو. جڏهن ته بابر سلطان هدايتڪاريءَ جا فرض سرانجام ڏنا. هن فلم ۾ بابر سلطان، ريٽا، گل محمد، نجم ڪاوش، انور ٽيپو، عبدالله جان، رشيد ناز، ابو بلاول ۽ نغمه اداڪاري ڪئي. هيءَ فلم نشاط سئنيما حيدرآباد، رشنا سئنيما سکر، المنظر سئنيما لاڙڪاڻي، افشان سئنيما شڪارپور، ڪيپري سئنيما ٽنڊي الهيار، جاويد ٽاڪيز سئنيما خيرپورميرس، ريڪس سئنيما ٽنڊي محمد خان ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

**’پڪار‘** سنڌي فلم 1989ع تي تاج فلمز جي طرفان رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار فيروز گل هو. پروڊيوسر ۽ هدايتڪار مشتاق چنگيزي هو هن فلم جي اداڪارن ۾ سهڻي، دلبر مهر، آفتاب شيخ، نجم ڪاوش، اصغر جاني، ايم. ايم بلوچ ۽ ايس پٽي شامل هئا. هيءَ سنڌي فلم نيومئجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، رائل سئنيما لاڙڪاڻي، ڪاڪ محل سئنيما موري، دلشاد سئنيما نوابشاهه، امداد سئنيما نيو سعيدآباد، شاهين سئنيما شهدادپور، سرتاج سئنيما سانگهڙ، محفل سئنيما هالا، قائم سئنيما ميرپورخاص، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم، ريڪس سئنيما بدين، ماروي سئنيما ڪوٽڙي ۽ محفل سئنيما شاهپور چاڪر ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

**’ٽي قيدي‘** سنڌي فلم 7 مئي 1989ع تي رليز ٿي. هن فلم ڪاميابي ماڻي. هن فلم ۾ ڪيترن ئي بهترين اداڪارن ڪم ڪيو. جن ۾: بابر سلطان، ثمينه مير، محمود پريمي، ريٽا، رشيد خمار، ريحانه ممتاز، عبدالله خان ۽ محمود لاسي وغيره. هن فلم جي موسيقي فيروز گل ڏني جڏهن ته پروڊيوسر اي. ايچ صديقي ۽ هدايتڪار بابر سلطان هو. هي فلم رائل سئنيما لاڙڪاڻي، ريڪس سئنيما ٽنڊي محمد خان، دلشاد سئنيما ڪنڊڪوٽ، امداد سئنيما سعيدآباد، فردوس سئنيما ميرپورخاص، دلشاد سئنيما نوابشاهه، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم، راڪسي سئنيما ڪراچيءَ ۾ پردي تي ڏيکاري وئي هئي.

**’شهيد‘** سنڌي فلم 2 جون 1989ع تي رليز ٿي. هن فلم جو پروڊيوسر مظهر حسين، موسيقار غلام علي هو. هن فلم جو مصنف، شاعر، فلمساز ۽ هدايتڪار شاهه اسد هو. هن فلم جي اداڪارن ۾ منصور بلوچ، ليليٰ حسن، مشتاق چنگيزي، ريٽا، نور محمد لاشاري، اسد قريشي، رشيد، نواب محمدي، لال ڪمار ۽ گلنام سنڌي شامل هئا. هيءَ فلم بمبينو سئنيما حيدرآباد، قلوپطره سئنيما لاڙڪاڻي، نشاط سئنيما سکر، ميلوڊي سئنيما نوابشاهه، اسڪالا سئنيما سانگهڙ، ريڪس ۽ شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم، نشيمن سئنيما ڪراچي، فردوس سئنيما ميرپورخاص، تاج سئنيما ٽنڊي محمد خان، سنگيت سئنيما ڪراچي، افشان سئنيما شڪارپور، ٽالپور ٽاڪيز سئنيما خيرپورميرس ۽ نگار سئنيما لاڙڪاڻي ۾ پردي تي ڏيکاري وئي، ڏسندڙن ۾ هن فلم ڪاميابي ماڻي.

7 مئي 1989ع تي 'بيوس' فلم رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار غلام علي/ لال اقبال هو. پروڊيوسر راج اشوڪ ۽ هدايتڪار مشتاق چنگيزي هو. هن فلم جي اداڪارن ۾ مشتاق چنگيزي، ريٽا، شهزادي ۽ روبينه حيدري شامل آهن. هيءَ فلم نشيمن سئنيما ڪراچي ۽ ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هيءَ به ڪامياب وئي.

1989ع جي آخري فلم 'جيئي جهولي لال' رليز ٿي، ان فلم به ڪاميابي ماڻي.

1990ع ڌاري ٽي فلمون رليز ٿيون. 9 مارچ 1990ع تي 'ميراڻ جمالي' سنڌي فلم لسبيله فلمز طرفان رليز ٿي. هن فلم جو پروڊيوسر خير محمد لاسي، ڪهاڻيڪار سائل آزاد، موسيقار لال محمد اقبال ۽ هدايتڪار محمد حسين مداري هو. هن فلم ۾ مشتاق چنگيزي، ريٽا، اسد قريشي، اي. آر. بلوچ، لطيف منو، ملڪ انوڪو، ڪمال ايراني ۽ بدر منير اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا. هيءَ فلم المنظر سئنيما لاڙڪاڻي، نشاط سئنيما سکر، تاج سئنيما ٽنڊي محمد خان ۽ ڪيپري سئنيما ٽنڊي الهيار ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

'جيئي لطيف' فلم 27 اپريل 1990ع تي رليز ٿي. هيءَ فلم شاهه موويز جي طرفان مظهرالحق پيش ڪئي. هن فلم جو موسيقار غلام علي هو. پروڊيوسر ايم شفيق، مصنف ۽ هدايتڪار شاهه اسد هو. هن فلم جي اداڪارن ۾: ليليٰ حسن، اسد قريشي، شبانه سنڌي، حسين ٻگهيو، ابو بلاول، نواب محمدي، رشيد خمار، ايم. ايم بلوچ، ياسمين، ننڍڙو جلال، زرينه، اڪبر بلوچ، شمع ۽ نورمحمد لاشاري شامل هئا. هيءَ فلم ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي، نشاط سئنيما سکر، دلشاد سئنيما نوابشاهه، تاج سئنيما ٽنڊي محمد خان، پلازه سئنيما شڪارپور، سرتاج سئنيما سانگهڙ، محفل سئنيما هالا، امداد سئنيما نيو سعيدآباد، شهباز سئنيما ٽنڊي الهيار، ريڪس سئنيما بدين، ناز سئنيما گهوٽڪي، نثار سئنيما خيرپور ناٿن شاهه، شاهين سئنيما شهدادپور، ڪيپري سئنيما حيدرآباد، نشيمن سئنيما ڪراچي ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي ۽ ڪامياب وئي.

'ڪارو ماڇي' سنڌي فلم 4 جولاءِ 1990ع تي رليز ٿي. هيءَ فلم شاهين انٽرپرائيز جي پيشڪش هئي. هن فلم جو ڪهاڻيڪار ۽ هدايتڪار بابر سلطان هو. هن فلم جي اداڪارن ۾ بابر سلطان، ريٽا، رشيد خمار، شاهده حيدري، عبدالله جان، محمد شيرازي، صمد شيخ، عيسيٰ خان، علي حمزه، ماروي، نظام شيخ ۽ قلندر بخش ڪلو شامل آهن. هيءَ فلم رائل سئنيما لاڙڪاڻي، ريڪس سئنيما ٽنڊي محمد خان، طارق سئنيما ڪنڌڪوٽ، ناز سئنيما گهوٽڪي، قائم ٽاڪيز سئنيما ميرپورخاص ۽ ڪيپري سئنيما ٽنڊي الهيار ۾ پردي تي ڏيکاري وئي ۽ ڪامياب ٿي.

'دريا خان' سنڌي رنگين فلم 8 نومبر 1991ع تي عظميٰ فلمزجي طرفان ٺهي رليز ٿي. 1991ع واري سال ۾ رڳو هڪ فلم ٺهي. هن فلم جو هدايتڪار محمد يونس راٺوڙ هو ۽ هن فلم ۾ ڪيترن ئي اداڪارن پنهنجي اداڪاري ڏيکاري، جن ۾: مصطفيٰ قريشي، نيلي، جهانزيب، ثمينه پيرزادو، شجاعت هاشمي، محبوب عالم، سانوڻ، عابد ڪشميري، پاڪيزه مغل، عظمت شاهه، تمنا، ظاهر شاهه، اديب ۽ منصور بلوچ شامل هئا. هيءَ فلم ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻو پيراڊائيز سئنيما سکر، ريگل سئنيما نوابشاهه، سرتاج سئنيما سانگهڙ، ريڪس سئنيما ٽنڊي محمد خان، نيو مئجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، المهراڻ سئنيما نوابشاهه، ڪاڪ محل سئنيما موري، افشان سئنيما شڪارپور، محفل سئنيما هالا، ڪوهنور ۽ شمس سئنيما نوشهري فيروز، ڪئپيٽل سئنيما جيڪب آباد، ريڪس سئنيما ڪنڌڪوٽ، شاهين سئنيما شهدادپور، ناز سئنيما گهوٽڪي، تصوير محل سئنيما ميرپورخاص، سهڻي سئنيما جيڪب آباد، ڪئپيٽل سئنيما ڪنڌڪوٽ، ڪيپري سئنيما ٽنڊي الهيار ۽ ماروي سئنيما ڪوٽڙيءَ ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هيءَ فلم ڏسندڙن ۾ مقبول وئي.

'الهه بچايو' رنگين سنڌي فلم 18 ڊسمبر 1992ع تي 'سٽيزن موويز' طرفان رليز ٿي. هن فلم ۾ هدايتڪاريءَ حبيب ڪئي ۽ نامور موسيقار ۽ مصنف ڪم ڪيو. جڏهن ته هن فلم جي اداڪارن ۾: شاهد، دردانه، رحمان، منصور بلوچ، سوزي، مسعود اختر، اسد ۽ حبيب شامل آهن. جڏهن ته ڪهاڻيڪار ۽ گانا محمد بخش چانگ ڳاتا. هيءَ فلم ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي، نشاط سئنيما سکر، تاج سئنيما ٽنڊي محمد خان، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۽ ممتاز سئنيما موري ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

الفاروق فلمز جي پيشڪش رنگين سنڌي فلم 'وڏيرو سائين'، 6 نومبر 1992ع تي رليز ٿي. هن فلم جي اداڪارن ۾: انجمن، غلام معين الدين، عارفه صديقي، بابر، جگي ملڪ، الطاف خان، طالش، فردوس ۽ مصطفيٰ قريشي وغيره شامل آهن. هن فلم جو پروڊيوسر فاروق ملڪ، ڊائريڪٽر دائود پٽ، موسيقي ايم. اشرف ڪئي. هيءَ فلم المنظر سئنيما لاڙڪاڻي، نشاط سئنيما نوابشاهه، ڪيپري سئنيما ٽنڊي الهيار، ريڪس سئنيما ٽنڊي محمد خان، ڪاڪ محل سئنيما موري، نيو مئجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، ٽالپر ٽاڪيز سئنيما نصرپور، پلازه سئنيما شڪارپور، دلشاد سئنيما ڪنڌڪوٽ، ناز سئنيما گهوٽڪي ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

'باغي' سنڌي فلم 5 اپريل 1992ع تي رليز ٿي. هيءَ فلم حبيب فلمزجي پيشڪش هئي. هن فلم جي ڪهاڻي محمد بخش چانگ لکي هئي، پروڊيوسر ۽ هدايتڪار حبيب هو ۽ موسيقي جي وزير ڏني. جڏهن ته اداڪارن ۾ سونيا، بابر، حنا شاهين، جهانزيب، طالش، همايون قريشي، غلام محي الدين، سلطان راهي ۽ حبيب شامل آهن. هيءَ فلم ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم، شهباز سئنيما

ٽنڊي الهيار، ريڪس سئنيما ٽنڊي محمد خان، تصوير محل سئنيما ميرپورخاص، ڪاڪ محل سئنيما موري، پي. ايف سئنيما بدين، شمس سئنيما نوشهري فيروز، محفل سئنيما هالا، نشاط سئنيما نوابشاهه ۽ نيشنل سئنيما ٺٽي ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

سخي فلمز جي پيشڪش **'محب شيدي'** سنڌي فلم عبدالفطر جي موقعي تي 5 اپريل 1992ع تي ٺهي رليز ٿي. هن فلم جو فلمساز يار محمد شاهه، هدايتڪار شاهه اسد، موسيقار غلام علي هو. هيءَ فلم المنظر سئنيما لاڙڪاڻي، پيراڊائيز سئنيما سکر، ميلوڊي سئنيما نوابشاهه، تاج سئنيما ٽنڊي محمد خان، ڪيپري سئنيما ٽنڊي الهيار، بي. ايف سئنيما بدين، نيو مئجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، وينس سئنيما سانگهڙ، پيليس سئنيما ميرپورخاص، نيو مئجسٽڪ سئنيما ڏگهڙي، ريڪس سئنيما بدين، ڪئپيٽل سئنيما جيڪب آباد، تصوير محل سئنيما ميرپورخاص ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي ۽ پڻ ڪامياب وئي.

**'ملاڪڙو'** رنگين سنڌي فلم مارچ 1993ع تي رليز ٿي. هن فلم جي ڪهاڻي، مڪالمه ۽ گيت غلام محمد چنا جا لکيل آهن. هدايتڪار الطاف قمر هو ۽ اداڪارن ۾ ريما، جاويد شيخ، ڪنول، سيما، سلطان راهي، خاور عباس، سليم حسين، بادل، تاجي، جبار چنه، بهار، گاجن قريشي، همايون قريشي، منصور بلوچ ۽ مصطفیٰ قريشي شامل آهن. هيءَ فلم ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻو، تاج سئنيما ٽنڊي محمد خان، سپريل سئنيما سکر، سهڻي سئنيما جيڪب آباد، نيو مئجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، تصوير محل سئنيما ميرپورخاص، شاهه ٽاڪيز سئنيما ٽنڊي آدم ۽ ڪيپري سئنيما ٽنڊي الهيار ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. هن فلم جي پروڊيوسر مسز ڪي چنا هئي ۽ موسيقي وجاهت عطري ڏني.

**'مسٽر شڪارپوري'** فلم پهرين جون 1993ع تي رليز ٿي. هن فلم جي اداڪارن ۾ نرگس، عبدالحڪيم ڪوسو ۽ مشتاق جسڪاڻي هئا. هيءَ فلم ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

**'سنڌ جا سپوت'** فلم 19 نومبر 1993ع تي رليز ٿي. هن فلم جي اداڪارن ۾ وسيم، ريٽا، مينا شيرازي، بينا شيرازي، حيدر سلطان وغيره شامل هئا. هيءَ فلم ريگل سئنيما نوابشاهه، تاج سئنيما ٽنڊي محمد خان، ڪيپري سئنيما ٽنڊي الهيار ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

1994ع ۾ **'ڪير ڪنهن جو'** فلم، 'درپن فلمز' طرفان ٺهي ۽ ڀارت ۾ رليز ٿي. هن فلم جو ليکڪ گوپال پنجواڻي، فلمساز راجڪمار ڪوتواڻي ۽ هدايتڪار ڪمل ناٿاڻي هو هن فلم جا گيت راجڪمار ڪوتواڻي ۽ ڪان موتيهار لکيا، جن کي موسيقي ڪان موتيهار ڏني. هن فلم جا گيت انو راڌا پوڊوال، سريش واڊيڪر، گهنشيام واسواڻي، مهيندر ڪپور ۽ چندو شوداساڻي ڪان ڳارايا ويا. هن فلم جي اداڪارن ۾ سريچند ماکيجا، سنڌيا جئسنگهاڻي، نريش لالوالي، مڏو ناٿاڻي ۽ اجيت وڇاڻي هئا.

1995ع ۾ **'ڏلو ويندو'** رنگين سنڌي فلم رليز ٿي. هيءَ فلم پاپا پروڊڪشن جي پيشڪش هئي. هن فلم جو هدايتڪار ايس ايم بروهي هو جڏهن ته فلمساز مظهر حسين هو ۽ موسيقي فيروز گل ڏني. هن فلم جي اداڪارن ۾ گلاب چانڊيو، منظور مراد، نسرين ناز، اسد قريشي، انور سولنگي شامل هئا. هيءَ فلم پيراڊائيز سئنيما سکر ۽ ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

1996ع ڌاري ٻه فلمون رليز ٿيون جن ۾ هڪ فلم **'ڌرتي منهنجي ماءُ'** ٺهي ۽ ٻي سنڌي فلم ساڳئي سال 29 اپريل ۾ ٺهي، عيدالاضحیٰ جي موقعي تي رليز ٿي. هن سنڌي فلم جو فلمساز حاجي محمد شفيق هو، هدايتڪار يونس راٺوڙ، موسيقار امانت گل، مصنف رشيد ساجد ۽ نغمه نگار سائل آزاد ۽ نياز پتافي هئا. هن فلم جي اداڪارن ۾ اظهار قاضي، بابره شريف، بابر، سونيا، طارق شاهه، منزه شيخ، عبيد گل، رنگيلا، منصور بلوچ، شفقت چيمه، منظور مراد، اسلم لاٽر، پير معظم، خمار ۽ بطور سجاول مصطفیٰ قريشي شامل هو. هيءَ فلم ڏسندڙن ۾ ناڪام وئي.

1997ع ڌاري **'همت'** رنگين فلم رليز ٿي، تنهن بعد 2000ع ڌاري **'دل ڏجي دل وارن کي'** سنڌي فلم ڀارت ۾ ٺهي رليز ٿي. هي فلم ٻن خاندانن جي وچ ۾ وچوٽين ۽ جهيڙن تي آڌاريل هئي، جنهن ۾ ٻنهي خاندانن مان ڇوڪري ۽ ڇوڪرو ڪاليج ۾ هڪ ٻئي سان پيار ڪن ٿا ۽ ٻنهي خاندانن وچ ۾ پُل جو ڪردار ادا ڪري سنڌن ناهه ڪرائين ٿا. هن فلم جا فلمساز ٺاڪر پيرواڻي، ڪمار منداڻي ۽ منوج پيرواڻي، ڊائريڪٽر يشونت ۽ فلم جي موسيقي مشهور قوال شنڪر جي فرزند رام شنڪر ڏني آهي. هن فلم ۾ مشهور هندي فلمن جي فنڪارن دت نارائڻ، ساڌنا سرگم، ڪويتا ڪرشنا ۽ مورتيءَ ڪان سنڌي گانا ڳارايا ويا آهن. هن فلم جا گيت جي.ڪي سيجپال، ڪمار منواڻي ۽ ٺاڪر دولتاڻي لکيا آهن. هن فلم جي اداڪارن ۾ مڪ موهن، اجيت وڇائي ۽ سڌير وغيره شامل آهن.

2001ع ۾ **'ٻاڙي واري'** فلم رليز ٿي. 2010ع ۾ **'جيون چڪرا'** فلم ٺهي. 2011ع ۾ **'جيون ساٿي'** فلم ٺهي رليز ٿي.

سئنيما جي پردي کان سواءِ ٻه سنڌ ۾ 2003ع کان 2013ع تائين مختلف سنڌي فلمون تيار ٿيون. جيڪي سنڌي سيٽلائيٽ چئنلن ڪي. ٽي. اين، سنڌ ٽي. وي، آواز ۽ مهراڻ ٽي. وي جي پراڊڪشن آهن. پر اهي فلمون سئنيما جي پردي جون نه بلڪ عوامي پسند موجب وڊيو سي. ڊيءَ ۽ ٽي. وي نشريات تحت ڏيکاريون ويون. ڇاڪاڻ جو هاڻي سئنيما انڊسٽري اسان وٽ زوال جو شڪار آهي، تنهنڪري ماڻهو ٽيلي فلمن مان لطف اندوز ٿين ٿا. **(وڌيڪ ڏسو: سئنيما، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد اٺون)**

# سنڌي صحافت ۽ اخبار نويسي

## (پسمنظر ۽ تاريخ)

مقصد ۽ ذميواريءَ جي خيال کان صحافت جو بنيادي ڪم عوام کي سياسي، سماجي، ادبي، علمي ڄاڻ ڏيڻ يا سياسي معاملن کان باخبر رکڻ آهي. اهو تصور نہ رڳو تمام آڳاٽو آهي، پر اڄ بہ اُن جي اهميت ساڳي آهي ۽ هاڻي تہ جديد ٽيڪنالاجيءَ جي زماني ۾ صحافت هڪ منظم سائنس بنجي چڪي آهي. صحافت جي مقصدن ۾ پڙهندڙ کي سيکارڻ، عام راءِ متاثر ڪرڻ، سماجي براين تي چوڪسي رکڻ، کوج لڳائڻ ۽ شهري ۽ بنيادي حقن جو بچاءُ ڪرڻ شامل آهن. شهري ۽ بنيادي حقن جي بچاءَ جي ذميداري تہ صحافت تي ايتري عائد ٿئي ٿي، جو ان کي چوندا ئي 'رياست جو چوٿون ٿنڀ' آهن.

صحافت جو علم ۽ عمل، جيڪو اڳي رڳو لکت ۽ ڇپائيءَ (پرنٽ ميڊيا) تائين محدود هو، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ سان گڏ ترقي ڪندو، نہ رڳو اليڪٽرانڪ ميڊيا (ريڊيو ۽ ٽي وي) جي دور ۾ داخل ٿي ويو، پر هاڻ تہ انٽرنيٽ جي ايجاد اُن جي اهميت، تصور ۽ رفتار اڃا بہ وڌائي ڇڏي آهي. سنڌي اخبارون ۽ رسالا' آن لائين اچي ويا آهن، ويب ريڊيو قائم ٿي چڪا آهن، جڏهن تہ سوشل ميڊيا .تي سنڌيءَ ۾ لکجڻ جو سلسلو شروع آهي. صحافت جي رفتار جو اندازو ان مان ڪري سگهجي ٿو تہ اڳي ڪنهن خبر کي ڏورانهين هنڌ تائين پهچڻ ۾ ڪيئي ڏينهن بلڪ هفتا لڳي ويندا هئا. مثال طور: 1805 ۾ جڏهن ايڊمرل لارڊ نيلسن ٽريفلگر واري جنگ ۾ هڪ بحري جهاز تي مارجي ويو تہ اها خبر لنڊن پهچڻ ۾ ٻہ هفتا لڳا هئا. رائل نيويءَ جو هڪ ليفٽيننٽ اها خبر کڻي پاڻ هڪ بحري جهاز ۾ سفر ڪندو لنڊن پهتو هو. لنڊن کانپوءِ انگلنڊ جي ٻين شهرن ۾ اها خبر تہ اڃا بہ دير سان پهتي. ان کانپوءِ بہ هڪ سئو سالن تائين مواصلاتي ذريعا گهڻو ڪونہ وڌيا سواءِ ان جي تہ لاريون ۽ ريل گاڏيون هلڻ لڳيون هيون. صحافت کي وڏي هٿي تڏهن ملي، جڏهن 1920 ڌاري ريڊيو ايجاد ٿيو. 1939 کان 1945 تائين ٻي مهاڀاري جنگ دوران بي. بي. سيءَ جي خبرن تہ ڌُم مچائي ڇڏي هئي ۽ اخبارن کي ريڊيو نشريات سبب وڏو خطرو محسوس ٿيڻ لڳو هو، پر 1956 ۾ وري ٽيليويزن وجود ۾ اچي وئي. نومبر 1963 ۾ جڏهن آمريڪي صدر جان ايف. ڪينيڊي، ڊلاس، ٽيڪساس ۾ قتل ٿيو تہ اها خبر ڪجهہ سيڪنڊن اندر سڄيءَ دنيا ۾ پکڙجي وئي ۽ ان جو ڪارڻ ريڊيو ۽ ٽيليويزن هئا.

بي. بي. سي ريڊيو جون نشريات ايتريون طاقتور هيون، جو سنڌ ۾ بہ ٻڌڻ ۾ اينديون هيون. سورهيہ بادشاهہ شهيد پير صبغة الله وٽ بہ هڪ ريڊيو هوندو هو، جنهن تان هو بي بي سي جون خبرون ٻڌندو هو ۽ برطانوي فوجن جي چُر پُر ۽ پيش قدميءَ بابت نہ رڳو پاڻ باخبر رهندو هو، پر پنهنجي حُر مجاهدن کي بہ معلومات ڏئي ڪين حالتن مطابق تيار رهڻ جي هدايت ڪندو هو. سنڌ ۾ مواصلاتي ذريعن جي گهٽي ترقي نہ ٿيڻ سبب ڪراچيءَ مان ڇپجندڙ سنڌي اخبارون ويهين صديءَ جي ستر واري ڏهاڪي تائين بہ ڏورانهن علائقن ۾ سڄ لٿي مهل يا ٻئي ڏينهن پهچنديون هيون. اخبارن جا بنڊل ٽرينن ۽ بسن ۾ سٽيا ويندا هئا ۽ اخبارن جي ورڇ بہ انهن گاڏين جي مختلف شهرن ۾ پهچڻ جي وقتن تي دارومدار رکندي هئي. هلالِ پاڪستان پهرين سنڌي اخبار هئي، جنهن 1972 ۾ ڪراچيءَ مان سراج ميمڻ جي ادارت هيٺ جديد ڇپائيءَ سان نروار ٿيڻ تي خاص وين مقرر ڪئي، جنهن ۾ اخبار ڪراچيءَ کان حيدرآباد پهچائي ويندي هئي. ان هوندي بہ ٻين شهرن لاءِ ٽرينن ۽ بسن جو سهارو وٺڻو پوندو هو. ايڪيهين صديءَ جي شروعات سان هڪ فرق اهو آيو تہ اخباري ادارن ساڳي اخبار هڪ کان وڌيڪ هنڌن تان ڇپرائي ورهائڻ شروع ڪئي. ان حڪمت عمليءَ سان اخبارون بنا دير جي صبح سوير ئي هر هنڌ پهچڻ لڳيون. هن وقت ڪي اخبارون هڪ ئي وقت ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر مان ڇپجن ٿيون.

صحافت جي اهميت جي ڪري دنيا جي يونيورسٽين اندر صحافت جي علم جا نہ رڳو شعبا قائم ٿي ويا، پر جيئن تہ صحافت رڳو خبرن تائين محدود ڪانہ رهي، تنهنڪري ان جو نالوُ ئي مٽائي 'ماس ڪميونيڪيشن' رکيو ويو، جنهن ۾ پرنٽ ميڊيا، اليڪٽرانڪ ميڊيا ۽ ايڊورٽائيزنگ جو علم سيکاريو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح پبلڪ رليشن (تعلقاتِ عامہ) بہ ماس ڪميونيڪيشن جو اهم حصو آهي، جنهن ۾ سرڪاري توڙي خانگي ادارن جي پبلڪ رليشن وارن شعبن ۾ وڃڻ لاءِ هينڊ آئوٽ ۽ پريس رليز ٺاهڻ سيکاريو وڃي ٿو. سنڌ ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت وارن ڏينهن ۾ اُڻويهہ سئو ستر واري ڏهاڪي جي اوائل ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ 'ماس ڪميونيڪيشن' جو شعبو قائم ٿيو، جنهن کانپوءِ 1975 ڌاري سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري ۾ اهڙو شعبو قائم ٿيو، جتان ماسٽرس جي ڊگري ڏني وڃي ٿي. ڪيترائي سنڌي شاگرد انهن يونيورسٽين مان ماس ڪميونيڪيشن ۾ ڊگريون وٺي چڪا آهن.

**سنڌيءَ ۾ ڇپائيءَ جي شروعات:** سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇپائي 1848 کان شروع ٿي ۽ پهريون سنڌي ڪتاب 1858 ۾ ڇپيو هو. 'هسٽري آف انڊين لٽريچر' (واليوم 9، ڀاڱو 1 ۽ 2 ) موجب سڀ کان پهرين سنڌي ٽائيپ جو استعمال 1858 ۾ لنڊن ۾ ٿيو، جڏهن ارنيسٽ ٽرمپ جو سنڌي ريڊنگ بُڪ ڇپيو. ان ڪاميابيءَ کانپوءِ 1863 ۾ سسئي پنهونءَ جو داستان ڇاپيو ويو. ارنيسٽ ٽرمپ جو شاهہ جو رسالو ليپزگ، جرمنيءَ ۾ 1866 ۾ ڇپيو. اهو بهرحال اڻپورو هو، جنهن ۾ باب ترتيب ۾ ڪونہ هئا. ٽن سالن کانپوءِ 1869 ۾ ڪراچيءَ ۾ پهرين 'ليٽر پريس' قائم ٿي، جتان پهرين سنڌي اخبار شائع ڪئي وئي. انگريز حڪمرانن هتي ڪرسچين اسڪول قائم ڪيا هئا، جتي پڙهائڻ لاءِ بائيبل جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرائي ڇپرايو ويو. اُن سان سنڌي نثر لکڻ ۽ ڇپجڻ جي شروعات ٿي. جيتوڻيڪ

ان وقت جي ڇپائيءَ جي طريقهِ ڪار موجب سنڌي ڇپائيءَ جو دور 1848 ڌاري وڃي ٿو، پر تاريخي حقيقتون ٻڌائين ٿيون ته سنڌي ڇپائي مختلف شڪلين ۾ ان کان اڳ به ٿيندي هئي. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشوري ۾ قرآن، حديث، تفسير، فقه، شاعري، تاريخ ۽ طب وغيره جي موضوعن تي 1684 جي زماني جا 300 کان وڌيڪ هٿ اکر لکيل ڪتابن ۽ اخبارن جا نسخا سانڍيل آهن. ان ڪانسواءِ تاريخي اخبار الوحيد (1920 کان 1950)، انگريزي اخبار 'سنڌ قاصد' (1854 کان 1857)، سنڌ سڌار (1878) ۽ انگريزي اخبار ڊيلي گزيٽ (1921 کان 1931) جا شمارا به سانڍي رکيا ويا آهن.

**سنڌ ۾ صحافت جي قدامت جو جائزو:** سنڌ ۾ صحافت جو سلسلو ڏهين صدي عيسويءَ کان به اڳ جو معلوم ٿئي ٿو. ڏهين صدي عيسويءَ کان اُڻويهين صديءَ جي اڌ يعني انگريزن جي آمد تائين سنڌ ۾ فارسي زبان رائج هئي. جيتوڻيڪ ڏهين صديءَ دوران سنڌي زبان جي مالا مال هجڻ جي تصديق مشهور سياحن ۽ مؤرخن: استخري، ابن حوقل ۽ مقدسي به ڪئي آهي، پر ادبي ۽ سرڪاري ٻولي گهڻو ڪري فارسي هئي. ظاهر آهي ته ان صورتحال ۾ اخبار نويسي به (پوءِ اها جهڙي به شڪل ۾ هئي) فارسي زبان ۾ ئي هلندي هوندي. حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ موجب مغلن جي دور ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽي روزانيون اخبارون هڪ بکر سرڪار، ٻي سيوستان سرڪار ۽ ٽين ٺٽي سرڪار پاران نڪرنديون هيون، جن ۾ گهٽي پاڳي متئين طبقي جي مصروفيتن، شوقن، شڪارن، مقررين ۽ بدلين جا احوال ڇپبا هئا. اهي ان وقت جا سرڪاري هينڊ آئوٽ چئي سگهجن ٿا جيئن اڄڪلهه جي حڪومتن جا سرڪاري هينڊ آئوٽ روزانو جاري ٿين ٿا. اهي اخبارون يا هينڊآئوٽ خوش نويسن کان لکرائي وڏن ماڻهن ۾ تقسيم ڪيا ويندا هئا. حڪيم صاحب جي چوڻ موجب 'وقائع سرڪار سيوستانيءَ' جي نالي سان نڪرندڙ روزاني اخبار جي آفيس سيوهڻ ۾ اڙل واهه جي ڪناري پرسان هئي. مغلن جي دور ۾ سيد عبدالجليل بلگرامي ۽ سيد غلام علي آزاد بلگرامي سيوهڻ ۾ ڪافي وقت رهيا ۽ سندن ذمي اهو ڪم هو ته اهي هتان جي حالتن کان دهليءَ جي حڪومت کي باخبر رکن. هي ٻئي وڏا وقائع نگار هئا. وقائع نگاري ۽ واقعن جي موڪلڻ جا انهن ڏينهن ۾ انتظام سيوهڻ کان سواءِ بکر ۽ ٺٽي ۾ به هئا. آزاد بلگرامي وڏي محدث ۽ عالم محمد حيات سنڌيءَ جو شاگرد ۽ سيوهڻ ۾ اڪبر بادشاهه جي حڪومت پاران 'وقائع سرڪار سيوستان' اخبار جو ايڊيٽر هو. ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ مطابق مغلن جي زماني ۾ اخبار نويسيءَ ۽ وقائع نويسيءَ وڏي ترقي ڪئي. ابوالفضل آئينِ اڪبريءَ ۾ وقائع نگاريءَ جي اهميت بيان ڪندي لکي ٿو ته: "سلطانن جي واقعن جو قلمبند ڪرڻ نه فقط حڪومت جي ترقي ۽ انتظام لاءِ ضروري آهي پر هر طبقي ۽ هر مجلس جي رونق بحال ڪرڻ لاءِ به ضروري آهي. جيتوڻيڪ قديم زماني ۾ به ان جو پتو پوي ٿو پر ان جي اصل حقيقت کان اهلِ زمانا کي هن مبارڪ عهد (اڪبر جو دور) ۾ آگاهي ٿي."

معلوم ٿيو ته ان دور ۾ دراصل وقائع نويسي ئي 'اخبار نويسيءَ' جي پيڙهه جو ڪم ڪيو. ان دور ۾ خبرن کي ڦهلائڻ بابت ڊاڪٽر عبدالسلام خورشيد پنهنجي تصنيف ۾ لکي ٿو ته، "هاڻي اسان کي ڏسڻو آهي ته سلاطين دهلي ۽ مغل حڪمرانن جي دور ۾ خبرن کي عام ماڻهن تائين ڪيئن پهچايو ويندو هو. ان سلسلي ۾ هيءَ ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته اڄ به پاڪ وهند ۾ اخبارون هزار مان فقط پنج ماڻهو پڙهن ٿا. اڄوڪي زماني جو مقابلو چند سؤ سال اڳ سان ڪبو ته معلوم ٿيندو ته ان وقت هن کان به گهٽ ماڻهن کي خبرن سان دلچسپي هئي. عوام رڳو وڏين وڏين فتحن جي خبرن ۾ دلچسپي وٺندو هو. خبرن ڦهلائڻ جو ان وقت طريقو نغارو وڄائي شهر ۾ ان جو اعلان ڪرڻ هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن مسجدن ۾ به اعلان ٿيندا هئا. باقي خبرن ۾ دلچسپيءَ جو سامان صرف اميرن ۽ سردارن لاءِ موجود هو. اڳئين وقت ۾ به اندروني امن ۽ ٻاهرين حملي کان بچڻ لاءِ 'اخباري تنظيم' وڏي مدد ڏيندي هئي. اخباري تنظيم عوامي شڪايتن جي ازالي لاءِ بهترين ذريعو هئي. اخبار نويس کي معاشري ۾ اعلیٰ مقام حاصل هو ۽ هو خبرن جي فراهميءَ ۽ پهچ ۾ مڪمل آزاد هو. جيڪي خبرون معاشري جي جنهن طبقي تائين پهچائڻ ضروري هيون، اهي پهچايون وينديون هيون. سنڌ ۾ دهل وڄائي پڙهو ڏيڻ جو رواج به اڳاٽو آهي. جيڪو پيغام يا خبر رسانيءَ جو هڪ طريقو هو.

دنيا ۾ اخبار نويسيءَ جي پهرئين دور جي باقاعده مرتب ڪيل تاريخ نه آهي، پر تحقيق مان معلوم ٿيو آهي ته عوام تائين خبرون پهچائڻ جي شروعات چين ملڪ ۾ ٿي ۽ پهرين اخبار جو نالو 'سنگ پائو (Tsing Pao)' هو. جيڪا ڪاٺ جي بلاڪن سان ڇپجي هئي. ڪجهه ماڻهن جي راءِ آهي ته پهرين اخبار 'ايڪٽا ڊيورانا' هئي، جيڪا روم ۾ جوليس سيزر جي زماني ۾ رومن زبان ۾ نڪرندي هئي. 'ايڪٽا ڊيورانا' جي معنیٰ آهي 'روز جا واقعا'. هن جا ٻه حصا هوندا هئا. هڪ 'ايڪٽا سينٽا' ۽ ٻيو 'ايڪٽا پبليڪا'. پهريون حصو مختصر سرڪاري اطلاعن جو مجموعو هوندو هو. جنهن ۾ جنگين جا احوال، چونڊن جا نتيجا، تفريحي پروگرامن جا اعلان، مذهبي رسمن جا اطلاع ۽ ڏنل سزائن متعلق خبرون هونديون هيون. ٻئي حصي 'ايڪٽا پبليڪا' ۾ عوام سان واسطو رکندڙ ڳالهيون ڇپبيون هيون. هي اخبار سرڪاري سند سان شايع ڪئي ويندي هئي، جنهن ۾ جم ۽ موت جا انگ اکر، خزانن ۾ جمع ڪرايل رقمون، صوبن جي ڪاڌ خوراڪ جا تفصيل ۽ ان سان لاڳاپيل ٻيون خبرون، شاهي سفر ۽ قافلن جا پروگرام، ڪورٽ سرڪيولر ۽ پارليامينٽ ۾ ڪيل تقريرون شايع ٿينديون هيون. صبح جو نيرن وقت روم جا سردار ۽ سندن عورتون هي گزيٽ نهايت شوق سان پڙهندا هئا. ڪجهه روايتن موجب چين جي اخبار 'ٽچائو' (Tichau) قديم

سنڌي صحافت ۽ اخبار نويسي

ترين اخبارن مان تصور ڪئي وڃي ٿي. هن اخبار کي ’پيڪنگ گزيٽ‘ بہ چيو ويندو هو. هن اخبار ۾ 20 کان 40 صفحا هوندا هئا ۽ ان کي سرڪاري گزيٽ جي حيثيت هوندي هئي. هيءَ اخبار 618ع کان 905ع تائين نڪرندي رهي. يورپ ۾ ’تحريري صحافت‘ جي شروعات سترهين صديءَ کان ٿي.

سنڌ ۾ ’غير تحريري صحافت‘ تہ گهڻي آڳاٽي زماني کان جنم ورتل آهي. پر تحريري سنڌي صحافت جي تاريخ کي مکيہ طرح پنجن دورن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. جڏهن تہ سنڌي پرنٽ ميڊيا جو هڪ الڳ دور آهي. پهريون دور 1858ع کان شروع ٿئي ٿو. جڏهن ڪراچي مان ’فوائد الاخبار‘ جاري ٿي، جيڪا جيتوڻيڪ سچي سنڌي زبان ۾ نہ هئي، پر پهريون پيرو فارسيءَ سان گڏ سنڌيءَ ۾ ٻنهي ٻولين تي مبني شايع ٿي. ٻيو دور 1911ع کان شروع ٿئي ٿو ۽ 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ سان ختم ٿئي ٿو. اهو عرصو تيز تحريڪن ۽ چڪتاڻ جو دور هو جنهن ۾ اڻڳڻيون سنڌي اخبارون ۽ رسالا جاري ٿيا. ٽيون دور ملڪي آزاديءَ جي ابتدا سان شروع ٿئي ٿو ۽ 1989ع ۾ پورو ٿئي ٿو ان دور ۾ سنڌي ڇپائيءَ ترقي ڪئي جو لٿو ۽ آفسيٽ پرنٽنگ شروع ٿي. چوٿون دور 1989ع کانپوءِ جو آهي، جڏهن سنڌي رسالا ۽ اخبارون ڪمپيوٽر تي تيار ٿيڻ لڳيون ۽ ان ۾ ترقيءَ جو نئون سلسلو شروع ٿيو.

1843ع ۾ سنڌ تي قابض ٿيڻ وقت انگريزن ڏٺو تہ سنڌ جي سرڪاري ٻولي فارسي هئي، جنهن کي همٿائڻ بدران هنن پنهنجي زبان کي زور وٺرائڻ جو ارادو ڪيو. جيڪو بعد ۾ ڪين تبديل ڪرڻو پيو ۽ ڏيهي ٻولي سنڌيءَ ڏانهن توجهہ ڏنائون. انگريز عملدارن کي معاملا سمجهڻ لاءِ ڏيهي زبان جي واقفيت لازمي هئي. 1853ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي عربي رسم الخط ۾ الف- ب جوڙي (نئين تشڪيل ڏئي) سنڌيءَ ۾ لکڻ پڙهڻ جا احڪام جاري ڪيا ويا. هڪ طرف اهي ڪوششون پئي هليون تہ ٻئي پاسي اخبارن جي معاملي ۾ بہ انگريز سرڪار حد کان زياده محتاط رهي ۽ ڪوشش اها پئي ڪئي وئي تہ عوام جي صحيح ترجمانيءَ جو حق ڪڏهن بہ ادا نہ ٿئي. ان کان سواءِ اها بہ ڪوشش ڪيائون تہ سنڌ جي ماڻهن جا پاڻ ۾ ۽ پاڙي وارن ملڪن سان روايتي رابطا قائم نہ ٿي سگهن. ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ پريس جا سخت قانون ناهيا ويا، جنهن ڪري ديسي ماڻهن لاءِ اخبار ڪڍڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم هو نيٺ اهو ڪم بہ انگريز سرڪار پاڻ ڪيو سر چارلس نيپيئر جي هدايتن تي 1844ع ۾ پندرهن وار انگريزي اخبار ’Karachi Advertiser‘ (ڪراچي ائڊورٽائيزر) جاري ڪئي وئي، جيڪا پورا اٺ سال هلي. جنهن کانپوءِ 1854ع ۾ ٻي انگريزي اخبار ’Sindhian‘ (سنڌين) ۽ ٽين اخبار ’سنڌ قاصد‘ ڪراچيءَ مان ڪڍيون ويون. Sindhian اخبار ڪيندڙ بہ پارسي دورابجي ۽ پوچا جي هئا. ’سنڌ قاصد‘ بہ انگريزي اخبار هئي. هن اخبار جو ايڊيٽر ڊبليو اي اسٽرينج هو. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ باقاعده اخبار نويسيءَ جي ابتدا انگريزي اخبار ’ڪراچي ائڊورٽائيزر‘ سان 1844ع ۾ ٿي. بقول ڊاڪٽر عبدالسلام خورشيد:

‘Karachi Advertiser retains the honour of being the first newspaper of the territories now forming Pakistan’

پر ساڳئي وقت ڊاڪٽر عبدالسلام خورشيد اهو بہ ٻڌايو آهي تہ پهرين اخبار، جنهن سنڌ ۾ سر چارلس نيپيئر جي حڪومت ۽ ظلم و تشدد جي خلاف آواز بلند ڪيو سا ’بمبئي ائڊورٽائيزر‘ هئي. جيتوڻيڪ فارسي زبان، سرڪاري سرپرستيءَ کان گهڻو ڪري محروم ٿي وئي، پر پنهنجي پراڻي اثر و رسوخ جي بنياد تي ايترو سولائيءَ سان ختم ٿيڻ واري بہ ڪانہ هئي. 1855ع ۾ ڪراچيءَ مان فارسي زبان ۾ اخبار ’مفرح القلوب‘ شايع ٿي، جنهن جو ايڊيٽر شمس العلماء مرزا مخلص علي ٿيو. مرزا صاحب وڏي پايي جو عالم، فاضل، شاعر ۽ صحافي هو. ان سان گڏ ٻيون بہ فارسي اخبارون جاري ٿيون، جن جا نالا ’مطلع خورشيد‘ ۽ ’اڪليل‘ هئا، پر ’مفرح القلوب‘ جي حيثيت ٻين کان منفرد هئي ۽ مطالعي جي ميدان ۾ ٻين اخبارن کان گهڻي وسيع هئي. هن اخبار جي اهميت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ هن جي خريدارن ۽ پڙهندڙن ۾ سلطان مسقط، ايران جو وليعهد، امير افغانستان، سر آغا خان جو والد آغا خان شاهہ علي شاهہ، اٺوڌ جو نواب واجد علي شاهہ ۽ خيرپور جو مير شامل هئا. مرزا صاحب جي وفات ڪانپوءِ سندس فرزند مرزا محمد شفيع، هن اخبار جي ادارت جون ذميواريون سنڀاليون ۽ ان مشعل کي روشن رکيو. مرزا محمد شفيع جي وفات ڪانپوءِ سندس پائرن مرزا محمد صادق ۽ مرزا محمد جعفر اهو ساڳيو ڪم پنهنجي ڪلهن تي کنيو ۽ 1912ع تائين اخبار هلايائون. مرزا محمد جعفر جون نہ صرف صحافتي، پر تعليمي حوالي سان بہ خدمتون ساراهہ جوڳيون آهن. 15 مئي 1858ع تي هڪ هفتيوار سنڌي-فارسي اخبار سرڪاري سطح تي ڪراچيءَ مان جاري ٿي هئي، جنهن جو نالو ’فوائد الاخبار‘ هو. هيءَ اخبار گورنمينٽ پريس ۾ ڇپبي هئي ۽ ان جا اڪثر مضمون تعليم ۽ ان جي ترقيءَ جي موضوعن تي هوندا هئا. هيءَ اخبار اسڪولن ۽ مڪتبن ۾ ورهائي ويندي هئي. 1860ع ۾ سکر مان ’مطلع الخورشيد‘ نالي اخبار مرزا مخلص عليءَ جي ادارت ۾ شايع ٿي. هن جي بہ اها ساڳي خصوصيت هئي تہ اُن جو هڪ ڪالم فارسي زبان ۾ ۽ هڪ ڪالم سنڌي زبان ۾ شايع ٿيندو هو. ڏٺو وڃي تہ خانگي سطح تي، سنڌي صحافت جو بنياد فراهم ڪندڙ هيءَ پهرين اخبار هئي. سنڌي صحافت جي بنيادي حيثيت جي لحاظ کان ’فوائد الاخبار‘ کي وڏي اهميت حاصل آهي. اُن کي اهڙي اخبار تصور ڪرڻ گهرجي، جنهن پهريون پيرو سنڌي اخبار نويسيءَ لاءِ گنجائش پيدا ڪئي، پر هن معاملي ۾ ’مطلع الخورشيد‘ اُن ڪري وڌيڪ اهم آهي، ڇو تہ اها اخبار سرڪاري ۽ خانگي شعبي جي پهرين اخبار ليکجي ٿي. پرَ جنهن اخبار کي پهرين مڪمل سنڌي اخبار هجڻ جو شرف مليو اها هفتيوار ’سنڌ سڌار‘ هئي، جيڪا

1866ع ڌاري ڪراچيءَ مان انگريز سرڪار پنهنجي اهتمام ۽ نظرداريءَ هيٺ ان ارادي سان جاري ڪئي هئي ته ان جي ذريعي پنهنجي فيصلن ۽ پاليسين کي ماڻهن تائين پهچايو وڃي. اها اخبار سنڌ حڪومت جي تعليم کاتي پاران ليٿو تي سنڌن قائم ڪيل ڇاپخاني مان ڇپبي هئي. هن اخبار جو پهريون ايڊيٽر مسٽر **نارائڻ جڳن ناٿ ويديا** هو جيڪو حڪومت ۾ تعليم کاتي جو ڊپٽي انسپيڪٽر به هو. ان بعد هن اخبار جو ايڊيٽر مرزا صادق علي بيگ ٿيو. بعد ۾ ساڌو هيراننڊ هن اخبار جو ايڊيٽر ٿيو. ان وقت اخبار جي سرڪيوليشن 700 هئي، جيڪا ان دور جي حساب سان وڏي ڳالهه هئي. ساڌو هيراننڊ 1884ع ۾ هڪ انگريزي اخبار 'سنڌ ٽائيمز' جو ايڊيٽر به ٿيو. جڏهن اها اخبار سرڪاري تنظيم مان نڪري، هڪ خانگي جماعت 'سنڌ سڀا' جي سنڀال هيٺ آئي. ان وقت اها اخبار 'سنڌ سڀا' کي ان شرط تي ڏني وئي هئي ته ان ۾ تعليم ۽ اسڪولن جي خبرن ڇپجڻ وارو سلسلو جاري رهندو.

پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ موجب: "ڪراچيءَ ۾ هندن، مسلمانن ۽ پارسين جي هڪ گڏيل سياسي ۽ پنڃتي جماعت 'سنڌ سڀا' هوندي هئي، جنهن جي سهاري هيٺ انگريزي اخبار 'سنڌ ٽائيمز' نڪرندي هئي. 1884ع ڌاري ساڌو هيراننڊ ڪلڪتي مان بي.اي ڪئي ته ڪيس ان اخبار جو ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو ۽ سنڌي اخبار جو مهتمم پڻ مقرر ڪيو ويو. جنهن ۾ خبرون ڇاپڻ ڪانسواءِ تعليمي ۽ ادبي مضمون پڻ هوندا هئا."

شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ موجب: "حسن علي آفندي به شروع ۾ 'سنڌ سڀا' ۾ شريڪ ٿيو هو پر بعد ۾ ان اداري ۾ سنڌي مسلمانن جي مفاد کي غير محفوظ ڄاڻندي ڇڏي ويو ۽ پنهنجو الڳ ادارو 'سنڌ محمدن ايسوسيئيشن' جي نالي سان قائم ڪيائين. ان ڪم ۾ ڪاميابيءَ تي ڪن مسلمانن ۽ هندن کي آفندي صاحب سان حسد پيدا ٿي پيو هو." مرزا محمد صادق 1870ع ۾ ڪراچيءَ مان 'اڪليل' نالي هڪ اخبار پڻ جاري ڪئي هئي، جيڪا پنجن سالن کان وڌيڪ عرصو نه هلي سگهي، اها فارسيءَ ۾ هئي. ان کان اڳ 1868ع ۾ هڪ ٻي سرڪاري هفتيوار 'سنڌ آفيشل گزيٽ' نالي اخبار ڪڍي وئي، جنهن ۾ گهڻي ڀاڱي سرڪاري پڌرايون ۽ اعلان شايع ٿيندا هئا. هن جي خصوصيت اها هئي ته اصلي اخبار انگريزيءَ ۾ ڇپبي هئي، پر ان جو سنڌي ترجمو عام ماڻهن جي ڄاڻ لاءِ ڏنو ويندو هو. هيءَ اخبار ڪمشنر سنڌ جي پريس ڪراچيءَ ۾ ڇپبي هئي ۽ سرڪاري آفيسن ۾ ورهائي ويندي هئي، جيڪا اخبار سڄي ساري سنڌيءَ ۾ هجڻ سان گڏ پهريون پيرو خانگي شعبي مان نڪتي هئي، اها 'معين الاسلام' هئي، جيڪا پڻ مرزا محمد صادق 1880ع ڌاري ڪراچيءَ مان جاري ڪئي. 'اڪليل' ۽ 'معين الاسلام' بابت مشهور شاعر سيد غلام مرتضيٰ شاه ٺٽويءَ پنهنجي تصنيف 'يوسف زليخان' ۾ هيٺ ڏنل بيت ذريعي تعريف ڪئي آهي:

ڪڍي 'اڪليل' جا اخبار عمدي،
منجهاران فارسي بسيار عمدي،
معين آهي سنڌي جا اخبار،
برابر آهي سا جڻ گوهر بار.

هي اهو دور هو جڏهن هندستان جي سطح تي مسلمانن ۾ انگريزي نه ڄاڻڻ جي گهٽتائيءَ جو احساس ٿيڻ لڳو هو ۽ 'انڊين محمدن ائسوسيئيشن' جي بنياد جو مقصد انگريزن ۽ هندن جي پاليسين کي سمجهڻ لاءِ مسلمانن ۾ سياسي شعور پيدا ڪرڻ هو جيڪو انگريزي تعليم اختيار ڪرڻ ڪانسواءِ ممڪن نه هو. ان تحريڪ جو اثر سنڌ تي به پيو ۽ حسن علي آفنديءَ جي ڪوشش سان هتي به 'سنڌ محمدن ائسوسيئيشن' جو بنياد پيو. جنهن جي سهاري هيٺ 1885ع ۾ ڪراچيءَ ۾ سنڌ مدرسة الاسلام قائم ٿيو. ان اداري جي اهتمام هيٺ مٿئين مقصد کي عام ڪرڻ لاءِ 1889ع ۾ **'معاون مجمع'** نالي هڪ هفتيوار سنڌي اخبار ڪڍي وئي، جنهن مسلمانن ۾ انگريزي تعليم جي ضرورت جو احساس پيدا ڪرڻ ۽ سياسي بيداري آڻڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. ان جي اوائلي ايڊيٽرن ۾ مولوي محمد عثمان نورنگزادو، الله بخش ابوجهو ۽ شمس الدين 'بلبل' شامل هئا. 1890ع ۾ ساڌو نوولراءِ ۽ ڏيارام گدومل گڏجي، ساڌو هيراننڊ جي تعاون سان سنڌي زبان جي پهرين مخزن **'سرسوتي'** جي نالي سان جاري ڪئي، جنهن جو ايڊيٽر ساڌو هيراننڊ بڻيو. هن مخزن سنڌي ٻولي ۽ ادب جي وڏي خدمت ڪئي. 'سرسوتي' جي پڇاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ مسٽر کانچند پرتاب اُن جو ايڊيٽر ٿي رهيو. اهو ساڳيو کانچند 1917ع ۾ اڪيڊمي اسڪول حيدرآباد جو پرنسپال ٿيو ۽ اُن عرصي دوران هن ديوان ڏيارام ڇيتمل (جنهن جي نالي پٺيان ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ڪراچي آهي) جي زندگيءَ متعلق هڪ ڪتاب ڇپيو هو. 1895ع ۾ اخبار **'آفتاب سنڌ'** ۽ هفتيوار **'پترا'** نڪتيون. 'آفتاب سنڌ' جو مالڪ سکر جو سيٺ حاجي احمد ميمڻ ۽ ايڊيٽر شمس الدين 'بلبل' هو ۽ 'پترا' جو ايڊيٽر تاراچند شوقيرام هو، جيڪو سنڌ حڪومت جو ايجوڪيشنل ٽرانسليٽر ۽ ساڌو هيراننڊ جو وڏو ڀاءُ هو. 'آفتاب سنڌ' اخبار ان وقت جي مسلمانن جي مزاج مطابق لکندي هئي ۽ مسلمانن ۾ سياسي حقن لاءِ سجاڳي پيدا ڪرڻ ۾ ڪردار ادا ڪيائين. هن اخبار بعد ۾ شمس الدين 'بلبل' جي ئي ادارت هيٺ هندن جي **'هند واسي'** ۽ مسلمانن جي **'الامين'** جو قلمي ميدان ۾ مقابلو ڪيو. 'بلبل جي 'آفتاب سنڌ' جو ايڊيٽر مقرر ٿيڻ تي حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ شعر لکي خير مقدم ڪيو هو:

شمس بلبل جو هي شيرين مقال،
سنڌ ۾ شاعر هي عالي مرتبه،
هي ايڊيٽر آفتاب سنڌ ڪا،
جلوه گرجس ڪا سخن هي همچوم.

’آفتاب سنڌ‘ تي خصوصاً علي ڳڙهه سوچ جو گهڻو ۽ گهرو اثر هو. ’بلبل‘ جي قلمي قوت جي ڪري ’آفتاب سنڌ‘ کي سنڌ جي سياست ۽ صحافت ۾ منفرد ۽ تاريخي ڪردار ادا ڪرڻ جو شرف حاصل رهيو. لڳ ڀڳ ان ساڳئي زماني ۾ ٻيون به ڪيترين ئي اهم هفتيوار اخبارون نڪتيون، جن ۾ سکر جي ويرومل بيگراج طرفان ’سنڌي‘، لاڙڪاڻي مان ’خيرخواهه‘ ۽ حيدرآباد مان ’مسافر‘ جاري ٿيون. ’خيرخواهه‘ ۽ ’مسافر‘ جي ايڊيٽري جا فرائض به شمس الدين ’بلبل‘ سرانجام ڏنا. ’خيرخواهه‘ جي باري ۾ ’اهي ڏينهن اهي شينهن‘ ڪتاب ۾ پيرعلي محمد راشدي لکي ٿو ته: ”هي خوشامدي پرچو هوندو هو، زياده تر ڪليڪٽر ۽ ڪمانيءَ جون تحريرون شايع ٿينديون هيون. جنهنڪري قومي تحريڪ شروع ٿيڻ سان ان اخبار جو وقار قطعاً ختم ٿي ويو.“ ان اخبار جي پيٽ ۾ لاڙڪاڻي جي ٻي اخبار ’لاڙڪاڻه گزيٽ‘ چڱو نالو ڪڍيو، جنهن جو ايڊيٽر ٺهلرام مولچند هو. ويرو مل بيگراج پنهنجي اخبار ’سنڌي‘ ذريعي هندن ۾ وڏي مقبوليت حاصل ڪئي ۽ اڳواڻيءَ جا ڏاڪا چڙهندي آخر سنڌ هندو مهاسڀا جو صدر بڻيو. سنڌ ۾ سياسي سجاڳي پيدا ڪرڻ ۾ ويرومل بيگراج جو به اهم ڪردار آهي. هُو وقت جي حاڪمن انگريزن خلاف سخت لکندو هو، جنهن جي ڪري هُن پيرا قيد به ٿيو، پر پوءِ به پنهنجي مقصد تان نه هٽيو. ويرومل بيگراج پنهنجي پٽ رامچند کي به اخباري دنيا ۾ آندو. رامچند به پنهنجي دور ۾ چڱو نالو ڪمايو. هي شڪارپور مان نڪرندڙ روزاني اخبار ’قرباني‘ جو ايڊيٽر ٿي رهيو، پر ٿوري عرصي ۾ ئي گذاري ويو.

1896ع ۾ ٻه مکيه اخبارون ’پريات‘ ۽ ’جوت‘ نڪتيون. ’پريات‘ هفتيوار هئي، جيڪا پروفيسر تاراچند گاجرا ۽ مسٽر ٻالچند گدڄي شڪارپور مان جاري ڪئي هئي. هن اخبار ۾ شهر جي مقامي خبرن کان علاوه قومي سطح جون خبرون، آل انڊيا ڪانگريس جون ڪارگذاريون، مصروفيتون ۽ اعلان شايع ٿيندا هئا. جڏهن ته ’جوت‘ پندرنهن روزه هئي، جيڪا مشهور اديب پرمانند ميوارام جاري ڪئي. هيءَ مهيني جي پهرين ۽ آخري اربعا تي شايع ٿيندي هئي. اها اخبار 1942ع تائين جاري رهي، جنهن مان چونڊ مضمونن کي بعد ۾ ڪتابي شڪل ۾ ڇاپيو ويو، جن ۾ ’گل ڦل‘ ۽ ’دل بهار‘ وغيره شامل آهن. 1938ع ۾ پرمانند ميوارام جي وفات بعد فادر ڪوٽواڻي هن جو ايڊيٽر بڻيو ۽ 1946ع ۾ ’جوت‘ جو ’سلور جوبلي‘ نمبر ڪڍيائين. اها ان کان سُتت پوءِ بند ٿي وئي. هنن اخبارن جي خدمتن جو ذڪر پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ پنهنجي مشهور تصنيف ’سنڌي نثر جي تاريخ‘ ۾ به ڪيو آهي.

شيخ محمد سليمان سکر مان هفتيوار اخبار ’الحق‘ جاري ڪئي، جنهن ۾ مسلمان ڪامورن خاص ڪري مير محمد يعقوب خيرپور واري جو سات ۽ تعاون ساڻس هو. هيءَ اخبار ڪجهه عرصو سکر مان نڪتي. 1901ع ۾ حيدرآباد آندي وئي، پر 1907ع کان وري سکر مان نڪرڻ لڳي. هيءَ اخبار شروع ۾ سنڌي ۽ انگريزي ٻنهي ٻولين ۾ نڪرندي هئي، انگريزي حصي جي ادارت علي محمد بئرسٽر جي حوالي هئي. مشهور مؤرخ پير حسام الدين راشدي پنهنجي ڪتاب ’هو ڏوٿي هو ڏينهن‘ ۾ لکيو آهي ته، ”سنڌ ۾ مسلمانن جي سڀ کان پهرين قومي اخبار شيخ محمد سليمان جي ’الحق‘ هئي، جيڪا ابتدا ۾ حيدرآباد کان انگريزيءَ ۾ ۽ پوءِ سکر مان سنڌيءَ ۾ نڪرندي هئي. انهيءَ اخبار جا جيڪي ناليوارا صحافي ايڊيٽر رهيا، سر علي محمد دهلوي به انهن مان هڪ هو. رئيس شمس الدين ’بلبل‘ به ڪجهه وقت لاءِ اخبار جي سنڌي ايڊيشن جو ايڊيٽر رهي چڪو هو.“ محمد هاشم مخلص ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي به ان اخبار جا ايڊيٽر رهيا. شيخ محمد سليمان جي وفات تي سندس پٽن شيخ عبدالعزيز ۽ شيخ عبدالحڪيم اخبار هلائڻ جون ذميواريون سرانجام ڏنيون.

ڪراچيءَ جي ’سناتن ڌرم سڀا‘ پاران 1901ع ۾ ’سناتن ڌرم پرچارڪ پتر‘ نالي هڪ ماهوار رسالو نڪتو، جنهن جو پهريون ايڊيٽر مهراج سوپراج شرما هو ۽ ان جي وفات کانپوءِ مهراج تيجورام شرما ان جو ايڊيٽر ٿيو ۽ ان 1947ع تائين ان جون ذميواريون سرانجام ڏنيون. هن رسالي ۾ ادبي قسم جو مواد ڇپبو هو. 1902ع ۾ سنڌ حڪومت جي تعليم کاتي پاران حيدرآباد جي ٽريننگ ڪاليج فارمين جي نظرداريءَ هيٺ ’اخبار تعليم‘ جي نالي سان هڪ معياري رسالو جاري ٿيو. ان وقت ڪاليج جو پرنسپال ساڌو هيرانند جو وڏو ڀاءُ ديوان تاراچند شوقيرام هو. جيڪو خود تعليمي ماهر هئڻ سان گڏوگڏ علم کي عام ڪرڻ لاءِ دل و جان سان ڪوشان هو. ديوان بولچند هن مخزن جو خاص مهتمم هو. هن رسالي ۾ تعليم، ثقافت ۽ تاريخ تي اعلىٰ مضمون هوندا هئا. ساڳئي وقت ان ۾ شاگردن جي باري ۾ ۽ ٻين اهم تعليمي واقعن بابت خبرنامو پڻ شايع ڪيو ويندو هو. هي رسالو 1970ع تائين جاري رهيو. ان ساڳئي سال سنڌ مدرسي جي سهاري هيٺ ’رسالهٔ مدرسه‘ جاري ٿيو، جنهن جي ايڊيٽرن ۾ مولوي الله بخش ’ابوجهو‘ ۽ ’مولوي عبدالرحيم‘ شامل هئا. رسالي نظم توڙي نثر ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب جي وڏي خدمت ڪئي. 1904ع ڌاري شعر و شاعري ۽ صحافت ۾ محمد هاشم ’مخلص‘ پنهنجو چڱو نالو ڪڍيو ۽ ٺٽڙ مان هڪ ماهوار رسالو ’تحفته احباب‘ جاري ڪيائين. 1905ع ۾ ڪراچيءَ مان محمد اسماعيل سرهندي ’اصلاح‘ نالي رسالو جاري ڪيو، جيڪو ماهوار نڪرندو هو. 1909ع ۾ محمد هاشم ’مخلص‘، ’جعفر زٽلي‘ بعد ۾ ’ڪچڪول‘ نالي ٻه ماهوار رسالا ڪڍيا. ’ڪچڪول‘ رسالو گهڻو وقت نه هلي سگهيو.

1905ع ۾ تولارام ٻالاڻي هڪ هفتيوار اخبار ’ماتا‘ جي نالي سان ڪڍي. هڪ لحاظ کان هيءَ اخبار سنڌ ۾ ’پهرين سياسي اخبار‘ ڪوٺي سگهجي ٿي، جيڪا پنهنجي تيز مخالفاڻي انداز وارين لکڻين سبب سيني جي توجهه جو مرڪز بڻي. 1908ع واري سال کي اهو شرف حاصل آهي ته ان دوران پهرين روزاني ’سنڌي‘ اخبار جو بنياد پيو، جنهن جو نالو ’سنڌ واسي‘ هو. ان اخبار جو ايڊيٽر سرگواسي ڪنول سنگهه هو.

1929ع ڌاري اخبار جو ايڊيٽر ۽ مالڪ هاسارام پمناڻي ٿيو. 1909ع ۾ 'زميندار' گزيٽ' جي نالي سان هڪ ماهوار جرنل حيدرآباد مان نڪتو. جنهن جو ايڊيٽر حڪيم ڌرمسنگ ڏهلسنگ هوندو هو. هي جرنل زميندارن ۽ ڪاروبارين جي مفادن جي حفاظت جو داعي هو. هي جرنل 32 صفحن تي نڪرندو هو. 1910ع ۾ ديوان ٽيڪچند گوڪلاڻيءَ 'واپار سماچار' نالي سان شڪارپور مان هڪ واپاري ڏنگ جي اخبار جاري ڪئي. جنهن ۾ واپار متعلق خبرون ۽ مضمون هوندا هئا. 1911ع ۾ مهراج لوڪرام قومي ويچار ڦهلائڻ لاءِ 'سنڌ ڀاسڪر' نالي هڪ اخبار جاري ڪئي. 1912ع ۾ خوشيرام موٽومل هيرانندائيءَ حيدرآباد مان ماهوار 'ناولس اخبار' ڪڍي. جنهن جو مقصد ناولن کي ترقي ڏيارڻ هو. هن ۾ 40 صفحن تي مشتمل ناول يا شايع ٿيندڙ سلسليوار ناول جي قسط ۽ باقي ويهارو کن صفحن تي اڳ شايع ٿيل مواد ڏنو ويندو هو. هن اخبار پڙهندڙن جو وڏو حلقو پيدا ڪيو ۽ هن جي جاري ٿيڻ سان سنڌي زبان ۾ ڪيترن ئي ناولن جو اضافو ٿيو. ساڳئي وقت حيدرآباد مان 1913ع ۾ مسٽر ڪندن مل ڏيپچند شوداساڻي 'آنند' نالي هڪ ماهوار رسالو جاري ڪيو. هن رسالي طرفان پڙهندڙن کي سال جي آخر ۾ اعزازي طور هڪ ڪتاب مفت ۾ ڏنو ويندو هو. ساڳئي سال جي جولاءِ مهيني ۾ مسٽر چينانند تڏي مل واسواڻيءَ هڪ رسالو ماهوار 'ناول' جي نالي سان ڪڍيو. ساڳئي سال حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ به هڪ ماهوار مذهبي رسالو 'اسلام' جي نالي سان ڪڍيو. جنهن جي ادارت اعزازي طور محمد صالح ڀٽيءَ سنڀالي.

1914ع ۾ 'ميرپورخاص گزيٽ' نالي سان هڪ هفتيوار اخبار ميرپورخاص مان جاري ٿي، جنهن جو مالڪ ۽ ايڊيٽر گرڏنو ٿهل سنگهه هو. هيءَ اخبار 1921ع کان 1923ع تائين محمد هاشم مخلص جي ادارت ۾ شايع ٿي. هيءَ اخبار 1947ع تائين جاري رهي. 1915ع ۾ حڪيم ڌنراج مل شڪارپور مان هڪ ماهوار رسالو 'سُک جو سنيهو' جاري ڪيو. 1916ع ۾ حيدرآباد مان 'هندو' نالي هڪ هفتيوار سنڌي اخبار جاري ٿي، جيڪا ترقي ڪندي ڇهه روزه، ٻه روزه ۽ پوءِ روزاني ٿي وئي. 1934ع کانپوءِ ڪراچيءَ مان نڪرڻ لڳي. هن اخبار جو ايڊيٽر مهراج لوڪرام هو. جنهن 1911ع ۾ 'سنڌ ڀاسڪر' اخبار جاري ڪئي هئي ۽ ڪيس جيل موڪليو ويو هو. اها ساڳي اخبار پاڪستان کان سال اڳ يعني 1946ع ۾ 'هندو' مان بدلجي 'هندستان' ٿي، جيڪا اڃا تائين ممبئيءَ مان نڪري رهي آهي. ان جي باري ۾ ناميارو صحافي حافظ خير محمد اوحدي لکي ٿو ته، ''هندو' ظاهر ۾ ته سنڌ پراونشل ڪانگريس ڪميٽيءَ جي سرڪاري ترجمان، مگر فرقه پرستيءَ ۾ سنڌ جي مهاسڀائي اخبارن کان به اڳري هئي. سنڌ جا هندو ليڊر سنڌ جي مسلمانن خلاف انهيءَ اخبار جي آفيس ۾ ويهي سازشون ڪندا هئا. سنڌ اسيمبليءَ جي اجلاس جي موقعي تي ڪانگريس اسيمبلي پارٽي ۽ هندو انڊيپينڊنٽ پارٽيءَ جا ميمبر آڌي رات تائين اتي گڏبا ۽ مسلم وزارتن جي خلاف مشورا ڪندا هئا ۽ جيڪڏهن سياڻي تي اسيمبليءَ اڳيان مفاد سان تعلق رکندڙ ڪو بل پيش ٿيڻو هوندو هو ته ان جي اهم ترين فقرن ۾ ڪجهه اهڙيون رٿون پيش ڪرڻ لاءِ اهڙيون ترميمون تيار ڪندا هئا. جن سان اهو بل غير مفيد ۽ بي اثر بڻجي پوندو هو 1931ع وارو سال 'هندو' اخبار لاءِ مشڪل سال هو، چوته ان هڪ سال اندر ان جا 9 ايڊيٽر ۽ مئنيجر گرفتار ڪيا ويا هئا ۽ جيل اماڻيا ويا هئا.

ان سال حيدرآباد مان 'ڪيسري' نالي هڪ هفتيوار اخبار جاري ٿي، جنهن جو ايڊيٽر سوامي گووند آنند هو. جنهن ڪٽر هندن جي نمائندگي ڪندي، مروج عربي رسم الخط کان پرهيز ڪئي ۽ ديوناگري لپيءَ ۾ ڪم هلائڻ جي ڪوشش ڪئي. هڪ سال تائين ته ديوناگريءَ ۾ اخبار جو ڪم هلايو ويو، پر پوءِ ساڳي اخبار عربي رسم الخط ۾ ڪڍي وئي، اها اخبار پهرين هفتي ۾ ٻه ڀيرا نڪرندي هئي، پر پوءِ شايد روزانه شايع ڪئي وئي. 1916ع ۾ هڪ ٻي هفتيوار اخبار 'الامين' جي نالي سان حيدرآباد مان رئيس غلام محمد خان پرڳڙيءَ جاري ڪئي. هونئن ته هيءَ سڄي اخبار سنڌي زبان ۾ هئي، پر ٻن صفحن تي انگريزي ٻولي استعمال ٿيل هوندي هئي، جنهن جو مقصد شايد اهو هو ته وقت جي حڪمرانن سان انهن جي ٻوليءَ ۾ ئي عام ماڻهن جا اهنج پهچائي، انهن جو درمان ڪرائجي. هيءَ اخبار 12 صفحن تي مشتمل هئي. اخبار جو مالڪ رئيس غلام محمد پرڳڙي، هڪ آزاد ۽ قومي خيالن وارو اڳواڻ هو. رئيس پرڳڙي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ هندن سان اتحاد ڪرڻ جو قائل هو. شروع ۾ 'الامين' جو ايڊيٽر محمد هاشم 'مخلص' ٿيو. جنهن کي ڪجهه وقت کانپوءِ هٽائي شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو. هن اخبار پنهنجون صحافتي ذميواريون ۽ فرض ڀرپور نمونو ادا ڪيا.

1916ع ۾ ڪراچيءَ مان مهاراج هرومل پريمچند شرما هڪ وڏي سائيز وارو دلچسپ ماهوار رسالو 'سنسار چڪر' جي نالي سان شايع ڪرڻ لاءِ جاري ڪيو. رسالو هر مهيني جي 15 تاريخ تي نڪرندو هو. رسالي جي بهترين ليکڪن کي انعام به ڏنو ويندو هو. اهو رسالو برما، سيلون، چين، جپان، آمريڪا، آفريڪا ۽ يورپ ۾ رهندڙ سنڌي هندو به گهرائي پڙهندا هئا. جيڪي واپار سانگي ٻاهر رهندا هئا. 1917ع ۾ ماڻهن ۾ سياسي جاڳرتا پيدا ڪرڻ لاءِ پرڳڙي صاحب هڪ ٻي اخبار 'هندواسي' جي اجراءَ ۾ امداد ۽ تعاون ڪيو. اها اصل ۾ سرگواسي جيٺمل پرسرام ،گلراجاڻيءَ جاري ڪئي هئي، جيڪا شروع ۾ روزاني هئي، پر پوءِ هفتيوار بڻي. هنن ٻنهي اخبارن (الامين ۽ هندواسي) هوم رُول تحريڪ ۽ هندو مسلم جي اتحاد سان آزادي حاصل ڪرڻ واري راهه ۽ ويچار جو زبردست پرچار ڪيو ۽ زوردار نموني سان پنهنجو نقط نظر پيش ڪيو.

1917ع ۾ ئي پنڊت ايس طوطارام هڪ اخبار 'سنڌ سماچار' جي نالي سان جاري ڪئي. جيڪا ڪانگريس پارٽيءَ جي ترجمان هئي.

1917ع جي نومبر مهيني ۾ ’سنڌ شيوڪ سڀا‘ پاران **’ناري ڌرم‘** نالي سان عورتن جي نمائندگي ڪندڙ هڪ ماهوار رسالو جاري ڪيو ويو. جيڪو ديوناگري رسم الخط ۾ ڇپبو هو. ان ساڳئي سال هڪ ٻيو ماهوار رسالو **’سوکڙي‘** نڪتو. جيڪو جاري ڪندڙ مسٽر جي.ايس.ننڊواڻي هو. هن رسالي ۾ تصوف جي افاديت سمجهائڻ لاءِ ڪافي ڪجهه لکيو ۽ ڇپيو ويندو هو. 1918ع ۾ شڪارپور مان سنڌي اخبار **’سوراج‘** جاري ٿي. هن اخبار جو ايڊيٽر ٻلديو تاراچند گاجرا هو. اخبار شام جو نڪرندي هئي ۽ آل انڊيا ڪانگريس جي ترجمان هئي. هيءَ اخبار ماڻهن ۾ تمام گهڻي مقبول هئي. 1947ع جي آخر تائين شايع ٿيندي رهي. ساڳئي سال مولانا دين محمد وفائي ماهوار رسالو **’الڪاشف‘** ٺلاهه شريف مان جاري ڪيو هو. جيڪو تبليغ جي لاءِ وقف هو. ان وقت **’پريم پرچارڪ‘** ۽ **’پريم پرڪاش‘** جي نالن سان ٻه رسالا جاري ٿيا هئا، جن جا ايڊيٽر ٻوڄراج واڌواڻي ۽ گرمک سنگهه نالي صحافي هئا، جيڪي حيدرآباد جا هئا. ان ساڳئي سال حيدرآباد مان هڪ ماهوار رسالو **’پريم پتر‘** جي نالي سان مهاراج سوامي هيمراج چداڪاشيءَ جي ياد ۾ ڪڍيو هو. رسالو ٻارهن تيرهن صفحن تي مشتمل هو ۽ هن ۾ نثر توڙي نظم ٻنهي ۾ مواد ڇپبو هو. ان جو گهڻي ڀاڱي مواد تصوف ۽ ويدانت جي باري ۾ هوندو هو. ان ساڳئي سال **’سک ٽرئڪٽ‘** نالي هڪ ماهوار مذهبي رسالو حيدرآباد مان ’سک ينگ مين ائسوسيئيشن‘ پاران جاري ٿيو. هن جي ذريعي سنڌي ٻوليءَ ۾ ’سک ڌرم جو ادب‘ ترجمو ٿيل ڇاپيو ويو.

ڪراچيءَ مان هڪ ٻيو ماهوار رسالو ساڳئي نالي سان 1926ع ۾ جاري ٿيو هو. هن سوسائٽي جو اعزازي سيڪريٽري لالچند ڪي. آر هوندو هو. هن ماهوار رسالي پڻ سنڌي ٻوليءَ کي سک مذهب جو ڪافي ادب ڏنو. ان ساڳئي سال پروفيسر هاسارام پمناڻيءَ روهڙيءَ مان **’ست سنگ ولاس‘** نالي هڪ ماهوار رسالو ڪڍيو. هي رسالو 1919ع کان وٺي ’ڌرم درشن‘ جي نالي سان ڪڍيائين. هن رسالي ۾ ڌرمي سکيا بابت آکاڻيون ۽ مضمون ڇپجندا هئا. مختلف ڌرم شاسترن جا ترجما شايع ڪيا ويندا هئا. هن رسالي لاءِ ڪراچيءَ جي ’سنڌ آبزور‘ راءِ ڏني هئي ته ’هي رسالو سون ۾ تورڻ جهڙو آهي.‟ ان ئي سال آگسٽ مهيني ۾ **هفتيوار جنگي اخبار** سنڌي زبان ۾ حڪومت طرفان شايع ٿي، جنهن جو مقصد ماڻهن کي ان وقت هلندڙ جنگ بابت واقفيت ڏيڻ هو.

1919ع ۾ حيدرآباد مان حافظ حيات شاهه ماهوار رسالو **’الحافظ‘** جاري ڪيو. جيڪو حيدري ليٿو پريس ڪراچيءَ مان ڇپبو هو. سنڌ جي مسلمانن جي پهرين روزانه اخبار **’الوحيد‘** 15 مارچ 1920ع تي جاري ٿي، جنهن جو نالو مسلمانن جي مرڪزي ترڪي خلافت جي خليفي سلطان وحيدالدين جي نالي پويان رکيو ويو. هيءَ اخبار تحريڪ خلافت جي ترجمان هئي، جنهن ۾ مسلمانن جي جذبن جي ترجماني ڪئي وئي. هيءَ اخبار شروع ڪرڻ ۾ مکيه طرح شيخ عبدالعزيز، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ سر عبدالله هارون جون ڳڏيل ڪوششون هيون. ابتدائي ڏينهن ۾ ’الوحيد‘ جي تحريري مددگارن ۾ ٻين ڪانسواءِ حڪيم شمس الدين به شامل هو. ادارتي عملي ۾ مولانا دين محمد وفائيءَ کي به شامل ڪيو ويو هو. جيڪو ان مقصد لاءِ ڪراچيءَ ۾ اچي رهيو. شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي قيادت ۾ ’الوحيد‘ اخبار سنڌ جي مسلمانن جي عملي، اصلاحي، سماجي، سياسي ۽ ديني رهنمائي ڪئي. سنڌ کي بمبئيءَ کان الڳ ڪرڻ جي لاءِ راءِ عام جوڙڻ ۾ به هن اخبار جو پنهنجو ڪردار رهيو. پير حسام الدين راشدي پنهنجي ڪتاب ’هو ڏوتي هو ڏينهن‘ ۾ الوحيد اخبار جي تعريف ڪئي آهي. ابتدائي دور ۾ هندستان ليول تي قومي ويچارن جو زور هو ۽ آزاديءَ لاءِ اهو ضروري سمجهيو ٿي ويو ته هندو مسلمان اتحاد قائم رهي، ان متعلق به ’الوحيد‘جي لکڻين ۾ سنجيدگي ۽ غير جذباتيت غالب رهندي هئي ۽ هن ڪڏهن به ٻي واجبي ۽ هندن جي دل آزاري نه ڪئي. صديءَ جي ٽئين ڏهاڪي ۾ الوحيد مسلمانن جي انفرادي سوچ ۽ مفاد طرف جهڪڻ لڳي. ’الوحيد‘ بنيادي طرح مسلمانڪي سياست ۽ خلافت جي معاملي ۾ بين الاقوامي ميدان ۾ مسلمانن ۽ ترڪن سان ٿي انصافين جي تدارڪ لاءِ وجود ۾ آئي هئي. هن جو اسلامي چهرو سندس مونوگرام مان ئي ظاهر هو، جنهن جي مٿان ’سنڌ جي واحد اسلامي روزاني اخبار‘ جي عبارت تحرير ٿيل هئي. الوحيد اخبار جي اداري پاران هفتيوار انگريزي رسالو **’مسلم گزيٽ‘** به جاري ڪيو ويو هو.

1948ع ۾ ’الوحيد‘ تي پابندي لڳائي وئي ۽ ان جي ايڊيٽر مولوي عبدالغفور سيتائيءَ کي سندس ڳوٺ ۾ نظر بند رکيو ويو. ان عرصي دوران 20 مئي 1948ع تي **الوحيد لميٽڊ** وارن نالو بدلائي ’سنڌ‘ رکيو. ان کانپوءِ به ’الوحيد‘ جا ايڊيٽر جيل ويندا رهيا. قاضي عبدالرحمان، شيخ عبدالمجيد سنڌي به ڪيترائي ڀيرا جيل ويا. اخبار ۾ شروع ۾ خبرن جا سرا نه ڏنا ويندا هئا، پر بعد ۾ 1926ع ڌاري اخبار ۾ گهڻو ڦيرو آيو. خبرون هيڊنگ سان ڏيڻ شروع ڪيون ويون. 1929ع ۾ هيءَ اخبار 6 صفحن مان 8 صفحن تي ڪئي وئي. شروع واري عرصي ۾ وڏ ۾ وڏ حصو خلافت تحريڪ جي ڪارگذارين کي ٿي مليو. 37 سالن جي طويل عرصي ۾ ’الوحيد‘ اخبار جا ڪيترائي ايڊيٽر ٿيا، جن ۾ مکيه طرح قاضي عبدالرحمان، قاضي خدا بخش، شيخ عبدالمجيد سنڌي، شيخ عبدالسلام، مير الله بخش ٽالپر، رئيس علي محمد مري، مولانا دين محمد وفائي، دين محمد عليگ، مولانا عبدالڪريم چشتي، نبي بخش سرڪي، حڪيم شمس الدين، علاءُ الدين سمون، مولوي عبدالغفور سيتائي، مشتاق ابڙو ۽ شيخ عبدالرحيم وغيره شامل رهيا. هيءَ اخبار پنهنجي وقت جي نهايت مقبول اخبار رهي. الوحيد اخبار ۾ ڪيترائي ورهيه نوڪري ڪندڙ مرحوم فيض محمد سومري جو چوڻ هو ته اخبار هلائڻ لاءِ لميٽيڊ ڪمپني قائم ٿيل هئي. 1945 ۾ جڏهن هن الوحيد ۾ نوڪري شروع ڪئي ته ان وقت شيخ عبدالمجيد سنڌي لميٽيڊ ڪمپنيءَ جو چيئرمئن ۽ حاجي عبدالله هارون مئنيجنگ ڊائريڪٽر هو.

اخبار جي آفيس فريئر روڊ تي سر عبدالله هارون بلڊنگ ۾ هئي، جنهن جي سامهون بوهري جماعت خانو هو. بعد ۾ آفيس بلاسيس اسٽريٽ نيو چاليءَ ۾ سر عبدالله هارون بلڊنگ ۾ منتقل ٿي. 1955 ۾ 'الوحيد' اخبار تي سنڌ پراونشل بئنڪ جو قرض هجڻ سبب 'الوحيد پريس' نيلام ٿي.

1938ع ڪانپوءِ مسلم ليگ پاران مسلمانن لاءِ ڌار ملڪ جي گهر جي پڙ هن اخبار تائيد ڪئي. محمد علي جناح به 'الوحيد' کي هميشه اهميت ۽ عزت جي نگاهه سان ڏسندو هو. ايتري تائين جو قائداعظم هڪ اهم پريس ڪانفرنس کي ايستائين خطاب نه ڪيو هو، جيستائين 'الوحيد' جو 'سنهڙو چوڪراٽ' نمائندو نه اچي پهتو. ان پريس ڪانفرنس ۾ قائداعظم هندستان جي ورهاڱي ۽ پاڪستان جي ٺهڻ کان اڳ هندو آبادي ۽ مسلمان آباديءَ جي تبادلي جي رٿ ڏني هئي. ساڳئي سال حيدرآباد مان به ماهوار رسالا **'جاسوسي ناول اخبار'** جي نالي ۽ **'سنڌي اسڪائوٽ'** جي سري هيٺ جاري ٿيا. ان کان سواءِ 'سک ٽرئڪٽ سوسائٽي' حيدرآباد ان ساڳئي سال ماهوار ٽرئڪٽ 'پنڪڙيون' جي نالي سان ڪڍيو، جنهن جو مصنف ڀائي وير سنگهه ۽ ترجمان وديارٿي هو.

1921ع ۾ سرڳواسي جيٺمل پرسرام گلراجاڻي تصوف ۽ ويدانيت جي تعليم عام ڪرڻ لاءِ 'روح رهاڻ' نالي هڪ ماهوار رسالو حيدرآباد مان جاري ڪيو ۽ سکر مان مولچند هريسنگ پندرنهن روزه ناول اخبار **'سنسار چڪر'** جي عنوان سان ڪڍي. هن رسالي جي ذريعي ڪيترائي ناول، سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ۽ تخليق ٿيا. **'روح رهاڻ'** رسالو 'ٿياسافي' نظرئي تحت سيني مذهبن پنهنجي هڪجهڙائيءَ واري اصول سان جاري ڪيو ويو هو، جنهن ۾ سيني مذهبن جي بزرگن، شاعرن ۽ فلاسفرن جي نظرين ۽ اصولن جو بيان ۽ تذڪرو ڪيو ويندو هو. هي رسالو 1924ع تائين نڪرندو رهيو ۽ ان ڪانپوءِ پارتواسي اخبار سان ملايو ويو. 1926ع تائين هي ٻئي رسالا گڏيل شڪل ۾ نڪرندا رهيا ۽ پوءِ بند ٿي ويا. وري ڀيهر جيٺمل پرسرام 1947ع ڌاري ڪراچيءَ مان شروع ڪيو ۽ بعد ۾ هندستان مان به سندس حياتيءَ تائين نڪرندو رهيو. 1925ع واري اشاعت مان معلوم ٿئي ٿو ته 'روح رهاڻ' جي ان وقت واري ادارتي عملي ۾ جيٺمل سان گڏ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جو فرزند نادر بيگ مرزا به شامل هو.

1922ع ۾ سچانند جي ادارت هيٺ هفتيوار **'شڪارپور سماچار'** جاري ٿي. اها اخبار آل انڊيا ڪانگريس جي زيرِ نگراني نڪتي هئي، جنهن ۾ اڪثر ڪانگريس بابت خبرون ۽ ان جا پروگرام وغيره شايع ٿيندا هئا. سچانند هڪ ٻي اخبار **'شڪارپور گزيٽ'** به جاري ڪئي هئي. 1923ع ۾ سکر مان ٽه روزه **'سنڌ زميندار'** اخبار نڪتي، ان ساڳئي ئي عرصي ۾ ڪراچيءَ مان ماهوار مذهبي، اصلاحي ۽ تاريخي رسالو **'توحيد'** ۽ بزم مشاعره لاڙڪاڻي طرفان ماهوار **'گلدسته'** جاري ٿيا. ٽنهي جي پنهنجي پنهنجي حساب سان وڏي اهميت هئي. ماهوار 'گلدسته' جي سرپرستي 'سنڌي سڌار سوسائٽي' ڪري رهي هئي، جنهن جو بنياد لاڙڪاڻي ۾ 1915ع ڌاري پيو هو ۽ ان جو باني ڪار حڪيم ميان علي محمد قادري هو، جنهن سان گڏ ان ڪم ۾ فقير ميان غلام سرور قادري، نواز علي 'نياز' ۽ حاجي محمود 'خادم' شامل هئا. ان زماني ۾ لاڙڪاڻي جي جهوني ادبي اخبار **'الحقيقت'** به اوج تي هئي، جنهن سوسائٽيءَ جي مقصدن جي حاصلات ۽ ان جي پيغام کي عام ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. **'سنڌ زميندار'** اخبار ڪڍڻ ۾ سنڌ محمدن ائسوسيئيشن جو هٿ هو. هن جا ايڊيٽر ماستر عبدالوهاب، مسٽر علي احمد عليگ، پير علي محمد راشدي، پير حسام الدين راشدي، آغا نظر علي، مولوي عبدالغفور سيتائي، در محمد اويسي ۽ حافظ خير محمد اوحدي رهيا. زميندار' پير حسام الدين چواڻي ته سنڌ'الوحيد' جي مقابلي لاءِ انگريزن جي چرچ تي، سرڪار پرست مسلمانن ڪڍي هئي. 'سنڌ زميندار' اخبار جو ڪجهه وقت مئنيجر آغا نظر علي خان به ٿيو، جيڪو ٿورو عرصو ايڊيٽر به رهيو.

**'توحيد'** رسالي ۾ مذهب ۽ سوانح بابت مواد ڇپبو هو. هن جي سرورق تي 'مذهبي، علمي، اصلاحي، تاريخي ماهوار رسالو' لکيل هوندو هو. ساڳئي وقت هي رسالو ان وقت جو سياسي مواد به ڇاپيندو هو. هي رسالو 50 صفحن تي مشتمل هوندو هو ۽ هن جي مستقل ليکڪن ۾ ان وقت جا چوٽيءَ جا عالم علي خان ابڙو، عبدالله چنا، مولائي شيدائي، مولوي عبدالڪريم چشتي، حڪيم مولانا محمد صادق، حاجي محمود هالائي ۽ مولوي در محمد 'خاڪ' شامل هئا. هن رسالي ۾ ڪيترائي ديني ۽ فقهي مسئلا ڇيڙيا ويندا هئا ۽ انهن جي جواب ۾ رد ڏنا ويندا هئا. هي رسالو وچ ۾ بند ٿي ويو هو. 1934ع ۾ وري جاري ڪيو ويو هو.

1939ع هفتيوار اخبار **'ڌرم اپڪار'** جي نالي سان جاري ٿي، جيڪا 1925ع تائين جٽاءُ ڪري سگهي. هن ۾ گهڻو ڪري سنڌو ڌرم جي ترجماني هوندي هئي ۽ ان حوالي سان مضمون شايع ٿيندا هئا. اخبار جا ايڊيٽر ڪشن ڀاٽيا ۽ هريرام پٽ هئا. هيءَ اخبار شڪارپور مان نڪرندي هئي. 1924ع واري سال ۾ ڪافي اخبارون ۽ رسالا جاري ٿيا، جن ۾ ميرپورخاص جي زميندارن پاران هفتيوار **'مسلمان'** کي سيني کان وڌيڪ اهميت حاصل آهي. ان جو ايڊيٽر محمد هاشم 'مخلص' هو، جيڪو سٺو شاعر ۽ طنزنگار هو. ان ئي عرصي دوران شڪارپور مان هفتيوار اخبار **'شڪارپور گزيٽ'، 'الحنيف'** ۽ ماهوار ڪتابي سلسلو **'غنچه اسد'** جي نالي سان جاري ٿيا. ان دوران هڪ ٻي هفتيوار اخبار **'تنظيم'** نڪتي، جنهن جو ايڊيٽر نواب خالقداد خان 'عاجز' هو. جيڪو اصل ۾ ڳوٺ جاڳڻ، تعلقي شڪارپور ۽ ضلعي سکر جو رهاڪو هو. تعليم يافته ۽ روشن خيال نوجوان هو ۽ ڏتڙيل طبقي لاءِ وڏي همدردي رکندڙ هو ان زماني ۾ ئي هڪ هفتيوار اخبار **'اتحاد'** نوابشاهه مان جاري ٿي، جنهن جو ايڊيٽر علي محمد خان مري هو. ان کان سواءِ سوامي گووند آنند ناناڻي

'ڪيسري' اخبار جاري ڪئي هئي، جيڪا مواد جي پاليسيءَ سبب منفرد مقام رکندڙ هئي. ان ئي دور ۾ 'غنچو' نالي هڪ ماهوار رسالو حيدرآباد مان نڪرندو هو، جيڪو ڪيٽيءَ سان تعلق رکندو هو. ان ساڳئي سال جي اهم هفتيوار اخبار 'نور اسلام' جي نالي سان مولوي نور محمد نظاماڻيءَ ٽنڊي الهيار مان جاري ڪئي ۽ ديال سنگ ريلومل ۽ پروفيسر تاراچند گاجرا شڪارپور مان هفتيوار 'ميلاپ' ڪڍي، جيڪا 1935ع ۾ بند ٿي وئي. 'نور اسلام' 1929ع تائين هلي ۽ ٽنڊي الهيار ڪانپوءِ ميرپورخاص ۾ 'مسلمان' پريس ۾ ڪجهه وقت ٽنڊي محمد خان مان به نڪرندي رهي. ان ڪانسواءِ مختلف هنڌن تان ٻيا به ڪيترائي رسالا ماهوار ۽ هفتيوار صورت ۾ نڪتا، جهڙوڪ: 'ترقي'، 'الحنيف'، 'ديپڪا'، 'گيان' ۽ 'شيوا منڊل' وغيره. ان ڪانسواءِ هڪ ٻيو 'سچتر ماسڪ پتر' رسالو نڪتو، جنهن جو ايڊيٽر مولچند ٺارومل هو. هن رسالي ۾ مذهبي ۽ اخلاقي قسم جو ادب ڇپبو هو. ساڳئي مولچند ٺارومل هڪ ٻيو ماهوار رسالو 'سرسوتي ساهتيه' نالي جاري ڪيو هو، جنهن ۾ ناول به ڇپبا هئا. 1924ع ۾ جاري ٿيل 'ترقي' ۽ 'الحنيف' به ڪافي اهم رسالا هئا. 'ترقي' ڪراچيءَ مان عبدالخالق مورائيءَ ڪڍيو. هي رسالو مذهبي، تاريخي ۽ ادبي نوعيت جي اعليٰ مواد سبب ممتاز حيثيت رکندڙ هو. هي رسالو 36 صفحن تي مشتمل هو ۽ سال ۾ هن جو هڪ خاص نمبر به ڪڍيو ويندو هو، جيڪو ڏيڍ سؤ صفحن تي مشتمل هوندو هو. انهن نمبرن ۾ 'آخري رسول'، 'فاتح سنڌ'، 'آخرين مذهب' ۽ 'قرباني' مشهور آهن. هن رسالي جي خصوصيت اها هئي ته ان ۾ اردو شاعري به ڏني ويندي هئي. 'الحنيف' شروع ۾ مذهبي رنگ ۾ نڪرندو هو پر بعد ۾ سياسي مواد به هن رسالي ۾ ڇپبو رهيو. هن جي ايڊيٽرن ۾ غلام النبي قريشي، مولوي محمد ابراهيم 'خليل'، ڪريم بخش 'ٽانوري'، محمد حسين ڪهاوڙ ۽ حافظ خير محمد اوحدي شامل هئا. هي رسالو محمد حسين ڪهاوڙ جي ملڪيت هو ۽ جيڪب آباد مان نڪرندو هو. ان کان اڳ ٿورو عرصو شڪارپور مان به نڪتو. حافظ اوحديءَ جي چوڻ موجب 'الحنيف' سنڌ کان ٻاهر بلوچستان جي به سياسي ۽ سماجي خدمت ڪئي. 1924ع ۾ 'ڏيارام گدومل ڪاليج' حيدرآباد طرفان ساليانو سنڌي، انگريزي مخزن 'ڦليلي' شروع ڪئي وئي. 1947ع ۾ مخزن جي سنڌي ڀاڱي جو ايڊيٽر اي. جي. اُتم هو.

'غنچهءِ اميد' هڪ ماهوار علمي ۽ ادبي مئگزين هئي، جنهن جو ايڊيٽر مسٽر عيدن مل مينگهراج هو ۽ حيدرآباد جي ڪرشنا پرنٽنگ پريس ۾ ڇپبو هو. ان ئي سال ڪراچيءَ مان شاگرد برادريءَ پاران هڪ هفتيوار 'دي اسٽوڊنٽ هيرالڊ' جي نالي سنڌي انگريزي اخبار جاري ڪئي وئي، جنهن جو اعزازي ايڊيٽر ايم. ايم ڪرپلاڻي هو. هن اخبار ۾ سنڌي شاگردن جي ان وقت جي مسئلن ۽ مطالبن جون خبرون ڇپجنديون هيون. 1925ع ۾ 'ديش متر' (ديش جو دوست) جي نالي سان هڪ هفتيوار اخبار سنڌي انگريزيءَ ۾ مسٽر ڪيمچند ڏيٺارام واسواڻي ڪراچيءَ مان جاري ڪئي هئي. هن اخبار ۾ گهڻو ڪري سماجي سڌارن متعلق مضمون هوندا هئا. هيءَ اخبار پاڪستان ٺهڻ تائين نڪرندي رهي. هن ۾ مکيه ليکڪ ديوان واڌومل گنگارام هوندو هو. ساڳئي سال حڪيم فتح محمد سيوهاڻي 'الجامع' نالي رسالو جاري ڪيو، جنهن جي اجراءَ ۾ ڪيس سر عبدالله هارون جي امداد حاصل هئي. هي رسالو ڪراچيءَ جي ڪڏي واري مدرسي مان نڪرندو هو. هن 'علم' نالي هڪ ٻيو رسالو به ڪڍيو هو. ان ئي سال ڪراچيءَ مان هندو پريس وارن 'هندي هندو' نالي هڪ ماهوار رسالو ڪڍيو. قاضي عبدالرزاق پڻ 1927ع ۾ 'علمي دنيا' جي نالي سان هڪ ماهوار رسالو جاري ڪيو. هي رسالو با تصوير ۽ علمي نوعيت جو هو. ان ۾ ادبي، تاريخي ۽ مذهبي مضمونن ڪانسواءِ دل کي وڻندڙ قصا، نتيجه خيز افسانا ۽ سلسليوار ناول شايع ٿيندا هئا. 1925ع ۾ عبدالله عباسي ڪراچيءَ مان 'گلشن' نالي هڪ ماهوار رسالو جاري ڪيو. 'ديپڪا' ماهوار رسالو حيدرآباد مان ڪيولرام مان ڪڍندو هو. هن رسالي ۾ ٿياسافيءَ جي اڳواڻن، مبلغن جي هلت چلت ۽ تقريرن، تحريرن کان پڙهندڙن کي واقف ڪيو ويندو هو. ان کان واءِ هن رسالي ۾ تعليم، سائنس ۽ اخلاق تي مضمون پڻ ڏنا ويندا هئا. هن رسالي ۾ ڪهاڻيون به شامل هونديون هيون. رسالو سورهن- سترهن صفحن تي مشتمل هوندو هو. ساڳئي سال شيوا منڊل ٽرئيڪٽ ڳڙهي ياسين وارن هڪ ٽماهي 'شيوا منڊل ٽرئيڪٽ' نالي جاري ڪيو هو. هن جو ساليانو چندو 4 آنا هو. ان ئي سال مسٽر مولچند ٺارومل هڪ ماهوار رسالو 'گيان آديه' نالي سان جاري ڪيو، جنهن جو پهريون پرچو 'هندو پريس' ڪراچيءَ ۾ ڇپيو. هن رسالي ۾ مذهبي، تاريخي، سماجي مضمون ۽ شعر هوندا هئا ۽ سال ۾ خريدارن کي هڪ ڪتاب مفت ۾ ڏنو ويندو هو. رسالي جي هيڊ آفيس ڪراچي ۽ برانچ آفيس حيدرآباد ۾ هئي.

1928ع ۾ ڪراچيءَ مان روزاني 'سنسار سماچار' جاري ٿي، جنهن جو ايڊيٽر ٺاڪرداس آنگاڻي هو. هيءَ اخبار ان ساڳيءَ عمارت مان نڪرندي هئي، جنهن ۾ بعد ۾ 1955ع ڌاري روزانه 'مهراڻ' اخبار نڪتي. مسٽر ليلارام منگترام جي زير ادارت هڪ ماهوار رسالو 'سندر ساهتيه' به نڪرندو هو. ان کان سواءِ ساڳئي سال سکر مان پير حزب الله شاهه راشدي عرف پير جيئل شاهه جي سرپرستيءَ هيٺ مولانا دين محمد وفائيءَ جي زير ادارت هفتيوار اخبار 'الحزب' به جاري ٿي، جيڪا ستن مهينن ڪانپوءِ بند ٿي وئي. ان ئي سال پير علي محمد راشدي هڪ ماهوار رسالو 'الراشد' جي نالي سان سکر مان جاري ڪيو. ان جا پهريان پرچا 'سنڌ زميندار' پريس مان ڇپرايا ويا، بعد ۾ شڪارپور واري 'الحنيف' پريس ۾ ڇپبو هو. 1928ع واري سال ئي محمد هاشم مخلص ميرپورخاص مان هفتيوار اخبار 'رهنما' جاري ڪئي. جيڪب آباد مان جاري ٿيل اخبار 'فرنٽيئر گزيٽ' جو ايڊيٽر عبدالڪريم گدائي هو. مولانا عبدالڪريم چشتي به جيڪب آباد مان 'صداقت' نالي اخبار جاري

ڪئي. جيڪا 5 مهينن ڪانپوءِ 'الحنيف' جي ايڊيٽر مسٽر ٽانوريءَ جي حوالي ڪيائين. ان ڪان سواءِ مولانا چشتيءَ شڪارپور مان **'جمهور'** نالي هڪ هفتيوار اخبار ڪڍي. ان ڪان سواءِ هيءَ اڳتي هلي روزانه **'قرباني'** ڪراچي، روزانه **'مجاهد'** ڪراچي ۽ هفتيوار **'پاڪستان'** لاڙڪاڻي جو ايڊيٽر بہ ٿي رهيو.

1928ع ڌاري مولوي خيرمحمد نظاماڻي حيدرآباد مان هفتيوار اخبار **'خادم اسلام'** جاري ڪئي. سکر مان **'دعوت اسلام'** ڊاڪٽر محمد يامين ڪڍي، حيدرآباد مان **'حيدرآباد گزيٽ'** بہ نڪتي. ان ڪان سواءِ هفتيوار اخبار **'پيسا'** بہ شڪارپور مان جاري ٿي. هن جي مالڪ ۽ هلائيندڙ جو نالو دولترام رهيجا هو، جيڪو مشهور ڪنڊ جو واپاري هو. 1929ع ۾ مسٽر پوڄراج موٽو مل **'پارت'** نالي اخبار جاري ڪئي. **'الوحيد'** مان معلوم ٿئي ٿو تہ ان زماني ۾ بيراڻيءَ مان **'الامان سنڌ'** ۽ بين هنڌن تان **'پرتاب'**، **'تيج'** ۽ **'سکر گزيٽ'** بہ نڪرنديون هيون. مشهور شاعر غلام احمد نظاميءَ **'دره حيدري'** نالي هڪ رسالو جاري ڪيو هو. ساڳئي وقت بہ هفتيوار اخبارون **'چوڏس'** ۽ **'پيغام'** جاري ٿيون. 'چوڏس' آڪاٽين جي اخبار هئي، جيڪا ڪراچيءَ مان مسٽر آسودومل اڏارام ماڪيجا ڪيندو هو. هن رسالي ۾ هندو توڙي مسلمان لکندا هئا، جن ۾ دين چند جيسارام کتري، لچيرام بکاڻي، ڪرن، گورڌن شرما، درگداس شهاڻي، ڪيمچند مهتاڻي، جڳت پاٽيا، حبيب الله پنو ۽ محمد يوسف 'مجرم' شامل هئا. رسالي ۾ افسانا، شاعري ۽ مختصر خبرون ڇپبيون هيون. ساڳئي سال مشهور ٿياسافسٽ، عالم ۽ صحافي مسٽر جيٺمل پرسرام، **'پرڪاش'** اخبار جاري ڪئي، جنهن جي 23 آڪٽوبر 1929ع واري اشاعت ۾ هڪ مزيدار ناٽڪ 'زماني جي لهر' تي راءِ ڏني وئي هئي. ان مان ظاهر آهي تہ اخبار ادبي خدمت ۾ بہ مشغول هئي. غالباً ان ئي زماني ۾ ستاره منڊل پاران **'مخزن ستاره'** جي نالي سان هڪ ماهوار مخزن نڪتي هئي، جيڪا مخزن سنڌيءَ ڪانسواءِ بين ڪيترين زبانن جهڙوڪ: انگريزي، فرينچ، اسپينش، نارويجن، پولش، روسي، اٽالين، ڊئنش ۽ بين هندستاني ٻولين ۾ بہ نڪرندي هئي. هي رسالو جيئن تہ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ سان وابستہ هو، تنهنڪري مَنجهس برهم وديا، ويدانت، تصوف، اخلاق، تعليم ۽ سائنس تي مضمون هوندا هئا. هن ۾ مواد نظم توڙي نثر تي مشتمل هوندو هو. ڪرشنا مورتيءَ جي نظم جو ترجمو روزاني شايع ٿيندو هو. جيڪو (ڪرشنا مورتي) اصل 'ستاره' جي مرڪزي ايڊيٽوريل بورڊ جو صدر هو. هن رسالي جي شاعري گهڻو ڪري آزاد نظم جي صنف تي هوندي هئي. سنڌي ايڊيٽوريل بورڊ جو صدر ڪراچيءَ جو مشهور سماجي ڪارڪن ۽ رحمدل، نيڪ مرد جمشيد مهتا هوندو هو. 1930ع ۾ مسٽر عبدالرحيم 'آزاد' سکر مان هڪ رسالو **'المنار'** نالي جاري ڪيو، جيڪو شروع ۾ ماهوار هو ۽ بعد ۾ هفتيوار ٿيو. ان زماني ۾ ٽنڊي محمد خان مان هڪ اخبار **'همدرد'** نڪتي ۽ سلطان ڪوٽ مان مولانا صاحبداد ماهوار مئگزين **'الاسلام'** جاري ڪئي. لاڙڪاڻي مان هفتيوار **'عالمگير'** جاري ٿي، جنهن جو ايڊيٽر غلام علي قريشي هو. ساڳئي سال مشهور ڪهاڻي نويس امر لعل هنگوراڻي هڪ مخزن **'قلواڙي'** جي نالي سان جاري ڪئي، جنهن ۾ ننڍا ناٽڪ ڇپيا ويندا هئا. 'قلواڙي' ۾ آسانند مامتورا جو 'آما ۽ ناديڪ'، منگهارام ملڪاڻيءَ جو 'پاپ جو ڪيتو' ۽ محمد حنيف صديقيءَ جو 'شريڪا جو پيش پوڻ' وغيره جهڙا ناٽڪ ڇپيا هئا. ان ئي سال مولوي خير محمد نظاماڻي ڪراچيءَ مان ماهوار **'طالب العلم'**، جامع يتيم خانه، عبدالله هارون جي سرپرستيءَ ۾ ڪڍيو، جيڪو 6 مهينا ڪن هليو. هڪ روزاني اخبار **'سنڌ شيوڪ'** حيدرآباد مان تولارام ٻالاڻيءَ جاري ڪئي هئي. 1931ع ۾ خانبهادر محمد صديق ميمڻ حيدرآباد مان **'گلزار'** نالي هڪ رسالو جاري ڪيو هو ۽ لڳ ڀڳ ان ئي عرصي ۾ ساڳئي صاحب جي ڪوشش سان سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ جي ساليانې اجتماع ڪانپوءِ **'ادبي تحفو'** ڪڍيو ويو، جيڪو هر سال اهڙي موقعي ڪانپوءِ ڇپيو ويندو هو، جنهن ۾ ڪوتايل مشاعري ۽ طرح جي سٽاءَ تي موڪليل شعر ڇاپيا ويندا هئا ۽ نثر جا بهترين مقالا بہ شايع ٿيندا رهندا هئا. اپريل 1931ع ڌاري ڪراچيءَ مان ڪانگريسي نوجوان سيٺ شونداس هفتيوار **'آزاد'** جاري ڪئي هئي، جنهن ۾ ڪامريڊ عبدالقادر مددگار ايڊيٽر طور ڪم ڪندو هو. اخبار قومي خيالن جي هئي. ساڳئي سال 12 آڪٽوبر تي شڪارپور مان هڪ ٻي روزاني اخبار **'قرباني'** جاري ڪئي وئي. اها اخبار شروع ۾ ڪانگريسي خيالن جي پبلسٽي ڪندي هئي ۽ مشهور اخبار نويس خاندان ويرومل بيگراج وارن جي هئي، جنهن کي سنڌس فرزند رامچند سنڀاليندو هو. جنهن ڪانپوءِ اها اخبار سائين جي. ايم. سيد خريد ڪئي هئي ۽ ڪراچيءَ مان نڪرڻ لڳي. هي اخبار مهاتما گانڌيءَ جي جمڻ واري ڏينهن تي جاري ڪئي وئي هئي ۽ 1945ع تائين باقاعدگيءَ سان نڪرندي رهي. 1935ع ۾ جڏهن رامچند کي جيل اماڻيو ويو، تڏهن سندس پٽ هيرالعل ان جو ايڊيٽر ٿيو هو. 1937ع کان 1939ع تائين اخبار ڪراچيءَ مان نڪتي. ان وقت هن جو ايڊيٽر مسٽر ايم. آر. مائيداساڻي هو. ان ڪانپوءِ اخبار وري شڪارپور وئي، جتان ٻيءَ مهاڀاري جنگ جي خاتمي تي وري ڪراچيءَ منتقل ٿي، جتي جي. ايم. سيد سندس مالڪ ٿيو ۽ مولوي خير محمد نظاماڻي هن اخبار جو ايڊيٽر مقرر ٿيو. ڪجهه عرصي ڪانپوءِ هيءَ اخبار پير علي محمد راشديءَ سنڀالي. پير صاحب جي مشهور تصنيف **'فرياد سنڌ'** پهريان هن اخبار ۾ قسطوار ڇپي هئي. ڪهڙي جي وزارت ۾ اخبار کي ضبط ڪيو ويو، ڇو تہ ان ۾ مسلم ليگ ۽ ان جي ليڊرن خلاف سخت تنقيد وارا ايڊيٽوريل ايندا هئا. هن جي ايڊيٽرن ۾ حافظ اوحدي، مير محمد شاهہ ۽ مولانا عبدالڪريم چشتي بہ شامل هئا. **'قرباني'** اخبار سنڌ جي سياسي افق تي نهايت اهم رهي آهي. انهيءَ سال حيدرآباد مان هڪ ٻيو ماهوار رسالو **'آريہ وير'** جاري ٿيو، جيڪو مسٽر ٺهلرام آئلداس ڪڍيو. هيءَ رسالو 'شڌي' ۽ هندو 'سنگٺن' تحريڪ جي پيداوار ۽ آريا سماج

هندن جي، تبليغي نوعيت جو هو. رسالي جي نالي هيٺيان 'سچي سنسار کي آريہ بڻايو' جو نعرو لکيل هوندو هو. 1932ع ۾ شڪارپور مان هڪ ماهوار ادبي رسالو 'سنڌو' جي نالي سان مسٽر بولچند راجپال جاري ڪيو. جيڪو ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ ميان جي ڳوٺ ڏانهن منتقل ٿيو ۽ وري سال 1935ع دوران جيڪب آباد مان نڪرڻ لڳو. هڪ سال ڪانپوءِ ساڳيو رسالو وري شڪارپور نيو ويو ۽ ماڌوداس شوالو مل ان جو ايڊيٽر ٿيو. هن رسالي جيڪي علمي ۽ ادبي خدمتون سرانجام ڏنيون آهن، اهي وسارڻ جون نہ آهن. هن ڪيترائي نوان ليکڪ پيدا ڪيا ۽ اياريا ۽ ڪيترن ئي شاعرن اديبن کي لکڻ جي واٽ ۾ پڪو پختو ڪيو. وڏي ڳالهہ تہ هندو توڙي مسلمان، چوٽيءَ جا اديب ۽ شاعر هڪ جهڙي چاهہ سان رسالي ۾ لکندا هئا ۽ هيءُ رسالو وڏ ۾ وڏ پڙهيو ويندو هو. هي رسالو پاڪستان ٺهڻ تائين نڪرندو رهيو. پروفيسر احسان احمد بدويءَ مطابق هن رسالي لڳاتار پندرهن سال جيڪا سنڌي زبان جي خدمت ڪئي آهي، اها سنڌ وارن جي دلين تان ڪڏهن بہ وسري نہ ٿي سگهي. مسٽر بولچند ڪانپوءِ جيڪو نوجوان ماڌوداس رسالي جو ايڊيٽر بڻيو، اهو پنهنجي سياسي لاڙي سبب هن خالص ادبي رسالي کي ڪانگريسي سياست ڏانهن گهلي ويو، جنهن ڪري هن جي ادبي حيثيت متاثر ٿي. هي رسالو 52 صفحن تي مشتمل، سهڻي سائيز ۾، اوچي پني تي، تصويرن سان نڪرندو هو. هن ۾ گهڻي جاذبيت هئي. ساڳئي سال ڀوجرام لوڪومل واڌواڻي، سيپٽمبر مهيني دوران **'پريم'** نالي هڪ ماهوار چوپڙي سائيز رسالو شروع ڪيو. هن رسالي ۾ مضمون، شاعري، ڪهاڻيون، وچن ۽ ٻيو ويدانتي ادب شايع ڪيو ويندو هو. نظم واري حصي ۾ ليڇمڻ داس 'سائل'، ماستر خانچند ڪارڪوڙائي، رگهو مل جيوترام، ايم شيوڪرام ۽ ان دور جي ٻين مشهور شاعرن جو ڪلام ڇپبو هو. نثر واري حصي ۾ پروفيسر نوتاڻي ڪشنچند، اڏارام ريواچند گلراجاڻي، ماستر راجومل بيڪارام، ڀڳتراءِ ايسرداس، ڪرمچند هنگوراڻي، ماستر گنومل ۽ مهاراج ٽوپڻ مل شرما لکندا هئا. هي رسالو حيدرآباد مان نڪرندو هو. ان ساڳئي سال مشهور هاري اڳواڻ حيدر بخش جتوئي حيدرآباد مان هفتيوار اخبار **'هاري حقدار'** جي نالي سان ڪڍي هئي، جيڪا هارين جي حقن، وڏيرن ۽ سرڪار جي زيادتين خلاف لکندي هئي. هي پنهنجي دور جي نهايت مقبول اخبار رهي، جنهن کي هارين جي ترجمان اخبار سمجهيو ويندو هو.

1933ع ۾ جيڪب آباد مان نبي بخش سرڪي هفتيوار **'اتحاد'** جاري ڪئي. نبي بخش سرڪي تحريڪ خلافت واري دور ۾ ڪجهہ عرصي لاءِ 'الوحيد' جي ايڊيٽري بہ سنڀالي. هن آزاديءَ جي جدوجهد ۾ بہ ڀرپور حصو ورتو ۽ ان جي بدلي ۾ قيد و بند جون سختيون بہ سليون. ساڳئي سال نوابشاهہ مان 16 صفحن تي مشتمل هفتيوار **'هند سماچار'** جيوترام طوطلداس ڏاموڏاڻيءَ ڪڍي. ان سال دوران ئي مولانا قاضي عبدالرزاق ڪراچيءَ مان ماهوار رسالو **'ڪاميابي'** جاري ڪيو ۽ شڪارپور مان فقير ممتاز علي هفتيوار 'صداقت' ڪڍي، جڏهن تہ شيوڪ ڀوڄراج ماهوار رسالو **'گلشن'** ڪڍيو. هن رسالي جي ايڊيٽوريل بورڊ ۾ پارتي گدواڻي ۽ لعلچند امرڏنومل شامل هئا. هيءُ ٻهريون رسالو هو، جنهن ذريعي ٻارن جي شخصيت ۽ ڪردار متعلق شعور پيدا ڪرڻ لاءِ منظم ڪوشش ڪئي وئي. ان ڪان سواءِ مولوي خير محمد نظاماڻي ڪراچيءَ مان هفتيوار **'بيداري'** جاري ڪئي، جنهن جو پرنٽر مشهور صحافي شيخ عبدالعزيز سکروارو هو.

1934ع ۾ پير علي محمد راشدي، نبي بخش خان ڀٽي جي مالي سهڪار سان خاص اليڪشني هنگامن کي منهن ڏيڻ لاءِ سکر مان هفتيوار **'ستاره سنڌ'** جاري ڪئي ۽ بقول شيخ عزيز جي تڏهن ساڳئي سال ڪراچيءَ مان روزاني اخبار **'صبح سنڌ'** بہ ڪڍي وئي، جيڪا 1938ع تائين هلي. حافظ اوحدي مطابق 'ستاره سنڌ' بہ روزاني اخبار هئي. ساڳئي سال لاڙڪاڻي مان هڪ ماهوار فلمي رسالو **'ستما سماچار'** نالي سان جاري ٿيو، جنهن جو ايڊيٽر ٽي.ڊي سياڻي ۽ جوائنٽ ايڊيٽر بي. بي. موٽواڻي هئا. ان ئي سال لاڙڪاڻي جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول هڪ سالياني مئگزين 'لاڙڪاڻہ هاءِ اسڪول مسلني' جي نالي سان شروع ڪئي، جنهن ۾ اسڪول جي شاگردن، استادن ۽ ٻين ليکڪن توڙي شاعرن جون تخليقون ڇپبيون هيون. ان جي پهرين پرچي جا ليکڪ: هري دلگير، 'بيوس' ڪرمچند هنگوراڻي، رام پرتابراءِ، عبدالرحيم، موتي ايس. واسواڻي، جشن بي. آر. لاهوري ۽ پريو چڳاڻي هئا. ان ئي زماني ۾ مولوي نور محمد نظاماڻي **'مرغ فلڪ'** اخبار جاري ڪئي. ان ڪان اڳ **'طيراً ابابيل'** جي نالي سان هڪ اخبار ڪڍي هئائين. ان سال شيخ عبدالله حيدرآباد مان هفتيوار اخبار **'نومسلم'** جاري ڪئي هئي ۽ ميرپورخاص مان حاجي محمود هالائي **'همدرد'** ڪڍي. ان دور ۾ بہ ٻيون هفتيوار اخبارون **'فتح'** ۽ **'چاند'** حيدرآباد مان نڪرنديون هيون، جن جا ايڊيٽر مرچومل ۽ هريرام تولارام هئا. هنن اخبارن ۾ فرقيوارائو مواد گهڻو هوندو هو. ان ساڳئي سال ڪراچيءَ مان 'ڪراچي رابندر ناٿ ڊراماٽڪ ڪلب' پاران سنڌي انگريزيءَ ۾ سالياني **'انڊس'** رسالو جاري ٿيو هو. ان جو ايڊيٽر سنڌي زبان جو مشهور عالم ۽ اديب پروفيسر منگهارام ملڪاڻي هو. ان جي لکندڙن ۾ جيٺمل پرسرام، ڪاڪو ڀيرومل مهرچند آڏواڻي، ليکراج 'عزيز'، آسانند مامتوراءِ، هيرانند آڏواڻي، پريداس ڀيرومل ۽ پروفيسر ڪرشن ڪرپلاڻي شامل هئا. ان عرصي ۾ **'نتو گيان'** نالي هڪ ماهوار انتخاب (ڳٽڪو) رسالي جي شڪل ۾ 'شري ويدانت پرڪاش منڊل' پاران شايع ٿيو، جنهن ۾ سوامي رام تيرٿ جا ويا ڪياڻ ۽ ويدانت تي لکيل مضمون ۽ شعر شامل هوندا هئا. هن منڊل جون ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ هيڊ آفيسون هونديون هيون ۽ لاڙڪاڻي، سکر، جيڪب آباد، نوابشاهہ ۽ شهدادپور ۾ هن جون شاخون هيون. ساڳئي سال سيپٽمبر کان 'رتن ساهيتہ منڊل' پاران ماهوار رسالو **'رتن'** جاري ڪيو ويو، جنهن جو ايڊيٽر پارومل ڪيولراماڻي هو. هن رسالي ذريعي

سنڌي ادب جي چڱي خدمت ٿي. ان ۾ قسطوار ناول ۽ ناٽڪ ڏنا ويندا هئا. 1944ع ۾ ’آئرلينڊ جي آزاديءَ جون آڪاٽيون‘ جو سلسلو شروع ڪيو ويو هو. جنهن تي حڪومت ايڊيٽر کان هڪ هزار روپيا ضمانت طور ڊپازٽ رکرايو. هن رسالي ۾ ان دور جي هر مشهور اديب ۽ شاعر لکيو.

1935ع ۾ ڪراچيءَ مان ماهوار **’مُڪڙي‘** نڪتو. جنهن جو ايڊيٽر صوڀراج ايس واڌواڻي ۽ سب ايڊيٽر منگهارام ٽي تلسياڻي هو. ساڳئي وقت ٽوپڻ داس ٽي ڪيمواڻيءَ جي سرواڻيءَ ۾ ماهوار رسالو **’موتين جو هار‘** ۽ آغا بدرالدين جي سرپرستيءَ ۾ هفتيوار ’پيغام صلح‘ جاري ٿيا. آغا بدرالدين درانيءَ ڳڙهي ياسين مان ’آشيانہ‘ ادب نالي هڪ رسالو بہ ڪڍيو. ساڳئي سال حڪيم فتح محمد سيوهاڻي پنهنجي شعرن جي انتخاب جي شڪل ۾ ’بهار اخلاق‘ نالي هڪ رسالو جاري ڪيو. جيڪو پنهنجي جدت، روشن خيالي، سادگي ۽ رواني سبب ڏاڍو مقبول ٿيو. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي 1936ع ۾ ڪراچيءَ مان ٽي روزه اخبار ’اصلاح‘ بہ جاري ڪئي، جنهن جو نائب ايڊيٽر شيخ عبدالله ’عبد‘ هوندو هو. ان اخبار ۾ حڪيم علي انور، مولوي عبدالغفور سيتائي ۽ حافظ خير محمد اوحدي ٿوري ٿوري عرصي لاءِ ادارت جو ڪم هلايو. حڪيم صاحب کان اها اخبار پير الاهي بخش خريد ڪئي هئي ۽ هن کي روزاني اخبار بڻايو ويو هو. **’الاصلاح‘** نالي سان هڪ اخبار محمد اسماعيل ٽڪڙ مان ڪڍي. ان ئي سال جي آخر ۾ حيدرآباد مان روزانہ **’سنڌ ڊيلي نيوز‘** جاري ٿي، جنهن جو ايڊيٽر ٽي.ايل پنواڻي هو. اها اخبار ڪراچيءَ مان بہ شايع ٿيڻ لڳي. ان جو هفتيوار ايڊيشن 14 صفحن تي مشتمل هوندو هو. ساڳئي سال جيڪب آباد مان حافظ اوحدي هڪ هفتيوار اخبار **’نعره تڪبير‘** جاري ڪئي. حيدرآباد مان **’الڪمال‘** ۽ ڪوٽڙيءَ مان هفتيوار **’مسلم ليگ‘** جاري ٿيون. ’الڪمال‘ حيدرآباد جي مشهور سماجي ۽ قومي ڪارڪن سيٺ ڪمال الدين ميمڻ شايع ڪرائيندو هو ۽ ان جي ايڊيٽر جو نالو جي.ايم ميمڻ هو. انهن ڏينهن ۾ لاڙڪاڻي مان ٽہ روزه **’ايڪتا‘** اخبار جاري ٿي، جنهن جو مرڪزي پيغام هندو مسلم اتحاد تي زور ڏيڻ هو. ان جو ايڊيٽر قسمت راءِ چڳاڻي هو. ان اخبار کي ڪجھ عرصي لاءِ حافظ اوحدي بہ هلايو. **’اصلاح‘** روزانہ جي صورت ۾ 1939ع جي آخر ۾ شايع ٿيڻ لڳي ۽ 1941ع جي آخر ۾ بند ٿي وئي.

1936ع ۾ ئي هڪ هفتيوار ادبي مخزن **’باغبان‘** جي نالي سان هر آچر تي نڪرندي هئي. سندس ايڊيٽر وديارٿي هو ۽ رسالي طرفان هر ٽن مهينن کانپوءِ پَڪا ڪڍيا ويندا هئا، جنهن مطابق 50 روپين جي رقم مان پهريون انعام 15 روپيہ، ٻيو انعام 10 روپيہ، ٽيون انعام 5 روپيا ڏنا ويندا هئا. باقي پئسن مان ٻارهن نمبرن کي ٻہ ٻہ روپيا انعام طور ڏنا ويندا هئا. اهي انعام خريدارن کي ڏنا ويندا هئا. ساڳئي نموني لکندڙن کي بہ هر ٽئين مهيني بہ انعام ڏنا ويندا هئا. مخزن 40 صفحن تي مشتمل هوندو هو ۽ ان ۾ انگريزي، گجراتي، روسي ۽ هندي ڪهاڻيڪارن ۽ شاعرن جون تخليقون شايع ٿينديون هيون. 1937ع ۾ ڪراچيءَ مان هڪ ماهوار جاسوسي اخبار ’سنسار چڪر‘ جاري ٿي، جيڪا مشهور بوڪ سيلر ۽ پبلشر هوندراج پهلاج راءِ ڪڍي. هي اخبار هر مهيني جي پنجين تاريخ تي باقاعدگيءَ سان شايع ٿيندي هئي. هن جي نئين خريدار کي هڪ ناول ۽ هڪ ڊائري مفت ڏنا ويندا هئا. ان کانسواءِ هر ڇهين مهيني خريدارن کي هڪ ناول مفت ڏنو ويندو هو. هر پرچي ۾ 5 پروليون ڏنيون وينديون هيون، جيڪي سلڻ تي ڏيڍ سؤ رپين جا ڪتاب انعام ۾ ڏنا ويندا هئا. هن رسالي ۾ ڪيترائي ناول شايع ٿيا.

1938ع ۾ سنڌ جي معروف ليکڪ سيد صدرالدين شاھ بخاريءَ پهرين آڪٽوبر تي هڪ هفتيوار اخبار **’الجماعت‘** جاري ڪئي، جيڪا پير جهنڊي جي جماعت ’احياءُ الاسلام‘ جي حمايتي ۽ ترجمان سمجهي ويندي هئي. ساڳئي سال نوابشاھ مان هفتيوار **’نو ڀارت‘** جاري ٿي، جنهن جو ايڊيٽر سچانند ڦيرومل هو. 19 مئي 1938ع واري الوحيد جي پرچي ۾ ٻين ٻن اخبارن ۽ رسالن جو پتو پوي ٿو، جن ۾ هڪ **’سنڌ مسلم‘** هئي، جيڪا نوابشاھ مان نڪرندي هئي ۽ ٻيو رسالو ’رهبر سنڌ‘ هو. پروفيسر ملڪاڻيءَ جو چوڻ آهي تہ، ”1938ع ڌاري پروفيسر نرملداس گربخشاڻي **’وديا‘** نالي اخبار ڪڍندو هو. ساڳئي سال ڪراچيءَ مان پير الاهي بخش **’علم‘** نالي اخبار جاري ڪرائي، جنهن جو مقصد سنڌ جي مسلمانن ۾ تعليم لاءِ ترغيب پيدا ڪرڻ هو. ان عرصي ۾ ئي لعلچند امرڏنيمل هفتيوار **’سنڌڙي‘** اخبار جاري ڪئي، ان ۾ علمي ۽ تنقيدي مضمون شايع ٿيندا هئا.“

1939ع ۾ ڪراچيءَ مان مولوي محمد شفيح ماهوار **’مجاهد‘** جاري ڪيو، جيڪو سال کن هليو. 1940ع ۾ ڀارت جيون ساهتيہ منڊل حيدرآباد جي باني چيتانند لعلواڻيءَ جي زير ادارت هڪ ماهوار رسالو **’ڀارت جيون‘** جاري ٿيو، جنهن ۾ ان وقت جي مشهور مسلمان توڙي هندو ليکڪن ۽ شاعرن جون تخليقون ڇپبيون هيون. انهن ۾ مولائي شيدائي، دلدار حسين موسوي، علي محمد مري، اين. ٽي. واسواڻي، ٺاڪر ڪرپلاڻي، هوندراج دکايل، گوردن شرما، مسٽر آهوجا ’طائر‘، رام پنجواڻي، نانڪ مير چنداڻي وغيره شامل هئا. ساڳئي سال شڪارپور مان **’اخبار الجماعت‘** جاري ٿي، جنهن جو سرپرست ڀرچونڊي شريف جو سجاده نشين پير عبدالرحمان هو ۽ ايڊيٽر سيد صدرالدين شاھ بخاري هو. 1945ع جي ابتدا ۾ بخاري صاحب سان سرور شاھ بہ ايڊيٽر ٿيو. ٻنهي جا پاڻ ۾ اختلاف ٿي پيا، جنهن ڪري سرور شاھ اها اخبار ڪٽي ڪراچيءَ مان اردو ۾ ڪڍڻ لڳو ۽ بخاري صاحب شڪارپور مان اخبار **’تنظيم‘** جاري ڪئي. ان ئي سال حاجي الله بخش سومري جي سرپرستيءَ ۾ روزانہ **’آزاد‘** جاري ٿي، جنهن ۾ گوبند مالهي ۽ قادر بخش نظاماڻي سندس مددگار رهيا. روزانہ ’آزاد‘ اخبار جو پهريون ايڊيٽر مولانا عبدالڪريم چشتي ٿيو ۽ بعد ۾ مولانا دين محمد وفائي ۽ مولائي شيدائي بہ ان جا ايڊيٽر ٿي رهيا. اها ’آزاد‘ اڳتي هلي هفتيوار بڻي

۽ علي نواز وفائيءَ جي زير ادارت ڪراچيءَ مان به نڪتي. مسٽر گوبند لوڪرام ڀائيه ’آزاد‘ جو ايڊيٽر رهيو. 1941ع ۾ ريجهومل آڳناڻي روزاني **’سنسار سماچار‘** کان جدا ٿي، پنهنجي روزاني اخبار ’هندو سنسار‘ جي نالي سان جاري ڪئي. ساڳئي سال لاڙڪاڻي جي ’سنڌ سڌار سوسائٽيءَ‘ پاران ماهوار رسالو **’اديب سنڌ‘** نڪتو جنهن جا مختلف وقتن تي مختلف ايڊيٽر رهيا، جن ۾ ماسٽر جمع خان ’غريب‘، عبدالفتاح ’عبد‘ عاقلي ۽ رئيس ضياءُ الدين شامل هئا. هي رسالو 1952ع تائين باقاعدي نڪرندو آيو ۽ ان ذريعي سنڌي شعر و شاعريءَ ۾ نون شاگردن جي ڪافي رهنمائي ڪئي وئي. ان رسالي جو روح روان حاجي محمود ’خادم‘ لاڙڪاڻوي هو. ساڳئي سال ’سندر ساهت منڊل‘ پاران ميلارام واسواڻيءَ ٻارن لاءِ **’گل ڦل‘** نالي هڪ ماهوار رسالو جاري ڪيو، جنهن ۾ ٻارن جي ڏانءَ جا مضمون ۽ آکاڻيون ڇپبيون هيون. هي رسالو 1948ع تائين خدمت ڪندو رهيو. 1941ع ۾ حيدرآباد مان محمد عثمان ڏيپلائيءَ هڪ ماهوار رسالو **’عبرت‘** جي نالي سان جاري ڪيو، جيڪو 13 فيبروري 1946ع تي هفتيوار بڻيو ۽ 1956ع ۾ قاضي خاندان جي خريد ڪرڻ ڪانپوءِ **روزاني عبرت اخبار** جي صورت ورتي. عبرت گروپ آف پبليڪيشن جون سنڌي صحافت ۾ وڏيون خدمتون آهن. ماهوار ۽ هفتيوار هجڻ دوران محمد عثمان ڏيپلائيءَ هن کي شاندار نموني هلايو ۽ پڙهندڙن جو هڪ وڏو حلقو پيدا ڪيو. روزاني ٿيڻ ڪانپوءِ عبرت جو ايڊيٽر شيخ علي محمد کي بڻايو ويو. 1969ع ۾ شيخ علي محمد جي ڇڏي وڃڻ ڪانپوءِ خير محمد کوکر کي ان جو ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو، جيڪو 23 مئي 2006ع تي وفات تائين ان جو ايڊيٽر رهيو. هن اخبار جو هينئر چيف ايڊيٽر قاضي اسد عابد آهي، جيڪو نه صرف صحافتي، پر سياسي ۽ سماجي حوالي سان به پنهنجي منفرد سڃاڻپ رکي ٿو. عبرت گروپ آف پبليڪيشن طرفان گذريل 31 سالن کان پندرهن روزه عبرت مئگزين شايع ٿئي ٿي، جنهن جو هن وقت ايڊيٽر واحد پارس هيسباڻي آهي. ڪافي سالن کان هفتيوار سنڌو، ماهوار هزار داستان ڊائجسٽ، ماهوار بختاور مئگزين به شايع ٿي رهيا آهن. هفتيوار ’سنڌو‘ جا 95-1994ع ۾ تاج جوئي ۽ زيب سنڌيءَ ٽيهارو ڪامياب شمارا شايع ڪيا.

پهرين سيپٽمبر 1941ع تي محمد اسماعيل زرگر جي ايڊيٽريءَ هيٺ هفتيوار اخبار **’ٽالپر‘** جاري ٿي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته نه رڳو مذهبي تفرقي بازيءَ کان پاڪ هئي، پر هن اخبار صحيح صحافت جو مثال قائم ڪيو. انهيءَ زماني ۾ مولوي خير محمد نظاماڻي **’باب الاسلام‘، ’غازي‘** ۽ **’عوام‘** هفتيوار ۽ روزانه اخبارون جاري ڪيون. مولوي نظاماڻي صاحب ان زماني جي سياسي تحريڪن ۽ پنهنجي قلم جي زور تي ڪيترين ئي اخبارون ڪڍڻ سبب گهڻو مشهور ٿيو ۽ ان وقت جي نوجوانن جي جڻ ته جذبن جو ترجمان بڻجي پيو. 1942ع ۾ هفتيوار رسالو **’جنم ڀومي‘** ميرپورخاص مان جاري ٿيو. جنهن جو ايڊيٽر ڪانگريسي خيالن وارو مسٽر هرداس پريمچند واسواڻي هو. 1943ع ۾ هڪ ماهوار فلمي رسالو **’فلمستان‘** جاري ٿيو. جنهن جو جاري ڪندڙ موتي ٽيج ڀانداس مهتا هو. 1945ع ۾ آغا بدرالدين سڪر مان روزاني **’انقلاب‘** جاري ڪئي، جيڪا 1948ع تائين جاري رهي. 5 نومبر 1946ع تي حيدرآباد مان روزاني **’هلال پاڪستان‘** جاري ڪئي وئي، جنهن جو پهريون ايڊيٽر رحيمداد خان مولائي شيدائي هو ۽ بسمل تڪڙائي به ان ۾ ڪم ڪندو هو.

ساڳئي سال سنڌ سرڪار طرفان **’مهراڻ‘** رسالو جاري ڪيو ويو. مهراڻ جي اجراءَ جا به دور رهيا آهن. پهريون دور جنوري 1946ع کان جون 1948ع تائين ٻيو دور 1955ع کان هيل تائين.

جي. ايم. سيد تعليم جي وزير هئڻ دوران سنڌي ٻولي، تعليم ۽ ادب لاءِ وڏيون ڪوششون ورتيون. جن مان سنڌي ادبي بورڊ جو قيام سندس اهم ڪارنامو آهي. جي. ايم. سيد جي سرپرستيءَ ۾ سيد ميران محمد شاهه جي ڪوشش سان 1940ع ۾ تعليم کاتي جي نگرانيءَ هيٺ سنڌي ادب (ساهت) لاءِ ’مرڪزي صلاحڪار بورڊ‘ قائم ٿيو. ان جي منشور ۾ هڪ معياري سنڌي رسالو جاري ڪرڻ به شامل هو. جيئن ته ان وقت ٻي مهاڀاري جنگ هلي رهي هئي، ان ڪري پئسي جي فراهمي نه ٿيڻ سبب بورڊ رسالو جاري ڪري نه سگهيو. جنگ ختم ٿيڻ تي بورڊ جي چيئرمئن سيد ميران محمد شاهه ۽ سيڪريٽري عثمان علي انصاريءَ مٿيون ڪم هٿ ۾ کڻي رسالو جاري ڪيو. صلاحڪار بورڊ جو اشاعتي ادارو پنهنجي دور جو وڏي ساک وارو ادارو هو. جنهن جي ذمي رسالو ڪڍڻ سان گڏ معياري ڪتاب شايع ڪرڻ ۽ ادبي ڪانفرنسون منعقد ڪرڻ جهڙا ڪم پهرين ترجيح تي هئا. ان ئي سلسلي جي ڪڙيءَ طور **مهراڻ** رسالي جو اجراءِ ٿيو. مهراڻ جي شروعاتي جي ايڊيٽوريل بورڊ ۾ عثمان علي انصاري (چيئرمئن)، مولانا دين محمد وفائي (چيف ايڊيٽر)، ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي (ايڊيٽر) ۽ لالچند امرڏنومل ڄيٺياڻي (مئنيجنگ ايڊيٽر) هئا. هنن ’مهراڻ‘ رسالي کي انتهائي خوبصورت نموني شايع ڪيو. ٻيو ڀيرو مهراڻ 1955ع ۾ جاري ٿيو. 1955ع کان 1956ع تائين هن جو ايڊيٽر محمد ابراهيم جويو رهيو. هن رسالي جو 1957ع کان 1958ع ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽو ايڊيٽر ٿيو. 1958ع ۾ سيد حسام الدين راشدي ايڊيٽر ٿيو. مولانا غلام محمد گرامي 1959ع کان 1976ع تائين ايڊيٽر رهيو. محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو پڻ مهراڻ ۾ بنيادي ڪردار آهي، 1956ع ۾ رسالي جو مئنيجنگ ايڊيٽر رهيو امداد حسيني 1976ع کان 1979ع تائين پهريون ڀيرو، جڏهن ته 1992ع کان 1993ع تائين ٻيو ڀيرو مهراڻ جو ايڊيٽر مقرر ٿيو. 2004ع کان 2006ع تائين ڪيس اعزازي چيف ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو. هن رسالي ۾ نفيس احمد شيخ کي سڀ کان گهڻو عرصو ايڊيٽر رهڻ جو موقعو مليو هيءَ 1972ع کان 1979ع تائين اسسٽنٽ ايڊيٽر، جڏهن ته 1980ع کان 2010ع تائين ايڊيٽر رهيو. ان ڪانپوءِ طارق عالم ابڙو ايڊيٽر

مقرر ٿيو. جيڪو پنهنجي وفات 20 جون 2011ع تائين سنڌي ادب جي هن يگاني رسالي جو ايڊيٽر رهيو. طارق عالم کي وچ ۾ ٻه ٽوري ٽوري عرصي لاءِ مهراڻ جي ايڊيٽر جون ذميواريون مليون. ان بعد دين محمد ڪلهوڙو ايڊيٽر مقرر ٿيو. پر تعليم کاتي ۾ ليڪچررشپ ملڻ ڪانپوءِ ڇڏي ويو. هينئر مهراڻ رسالو ثمينه ميمڻ جي ادارت ۾ نڪري رهيو آهي. سنڌي ادب ۾ 'مهراڻ' جو وڏو ڪردار ۽ وڏيون خدمتون رهيون آهن.

ان ئي سال (1946ع) هڪ ماهوار رسالو '**سدا بهار**' ٻارن لاءِ جاري ڪيو ويو هو. ان جي سرپرستي 'رتن ساهتيه منڊل' ٿي ڪئي. 1946ع ۾ ئي حيدرآباد مان '**نيازنامه**' نالي سان اردو ڍنگ جي هفتيوار سنڌي اخبار جاري ٿي، جنهن جو بانيڪار جي. ايم. خان ۽ ايڊيٽر مسئول محمد اسماعيل منشي هو. انهيءَ زماني ۾ '**نئين دنيا**' ۽ '**باغي**' رسالا به نڪتا، جيڪي ترقي پسند تحريڪ جي نمائندگي ڪندڙ هئا. ان ئي سال جنوريءَ ۾ روزاني '**قرباني**' جي ادارت جون ذميواريون مولوي خير محمد نظامانيءَ جي حوالي ٿيون، جتي هو ٽي مهينا ڪن رهيو. ساڳئي سال ٽنڊي مان هفتيوار '**الحيدر**' ۽ ميرپورخاص مان '**ٽري گزيٽ**' به جاري ٿيون.

1947ع ۾ ڪمار سنڌيءَ، ڪراچيءَ مان هڪ ماهوار رسالو '**تعمير**' جاري ڪيو. چينمل پرسرام '**روح رهاڻ**' ڪي وري جياريو ۽ ڪنيالعل گابا '**پرستان**' نالي رسالو شايع ڪرڻ شروع ڪيو. جون 1947ع ۾ پندرهن روزه '**چترڪار**' رسالو جاري ٿيو. جنهن جي خاص ڳالهه هيءَ هئي ته ان ۾ ٻه صفحا اردو ادب متعلق ڏنا ويندا هئا. رسالي ۾ فلمي ادب، سوال جواب، ڪهاڻيون ۽ شعر وغيره پڻ شايع ٿيندا هئا. 1947ع ۾ ئي حيدرآباد مان شيخ علي محمد '**آفتاب**' نالي روزاني اخبار جاري ڪئي. جنوري 1948ع ۾ '**حقيقت الاسلام**' رسالو جاري ٿيو. هي رسالو حيدرآباد مان قاضي عبدالرزاق ڪيندو هو. هن رسالي جو نج مذهبي نظريي وارو مزاج هو. پندرهن روزه '**مؤذن**' رسالو سيپٽمبر 1948ع ۾ شروع ٿيو. هي به مذهبي طرز جو رسالو هو. جيڪو حيدرآباد مان مولوي خير محمد نظامائي ڪيندو هو. ساڳئي سال 1948ع جي آگسٽ مهيني ۾ پاڪستان جي پهرين سالگرهه جي مناسبت سان سنڌ سرڪار هڪ هفتيوار رسالو '**اطلاعات سنڌ**' شايع ڪيو. 1949ع ۾ حيدرآباد مان سيد محمد شاهه '**عرفان لطيف**' رسالو جاري ڪيو. جيڪو سياست، مذهب ۽ تاريخ جي موضوعن تي مضمون شايع ڪندو هو. هن رسالي جو پهريون ايڊيشن شاهه لطيف جي نالي ڪري '**لطيف نمبر**' سان شايع ڪيو ويو. 1950ع ۾ مولوي عبدالحق ربانيءَ جي رهنمائيءَ هيٺ '**مبلغ**' رسالو شايع ٿيو. جنهن ۾ پڻ مذهبي مضمون ۽ ملڪي صورتحال تي تجزيا هوندا هئا. '**اعلان حق**' بدين مان نذير حسين حيدريءَ، نومبر 1950ع ۾ شايع ڪيو. هي رسالو به مذهبي خيالن جي نمائندگي ڪندڙ هو. 1955ع ۾ نوابشاهه مان '**ادا**' رسالو جاري ٿيو. هن رسالي ۾ سياسي ۽ سماجي مواد سان گڏ ادبي مضمون به شامل هوندا هئا. 1956ع ۾ حيدرآباد مان سليم هالائيءَ '**ڳوٺ سڌار**' نالي رسالو جاري ڪيو. هي رسالو سماجي ڀلائيءَ تي مشتمل مواد شايع ڪندو هو. 1957ع ۾ حيدرآباد مان عورتن جي مسئلن تي بيگم زينت عبدالله چنا '**مارئي**' رسالو شايع ڪيو. ان ڪانپوءِ 1958ع ۾ مارشل لا جو دور شروع ٿيو. ٿي ٿو 1947ع کان 1957ع تائين اٽڪل 60 رسالا جاري ٿيا، جن ۾ 11 سياسي هئا، جڏهن ته باقي مذهبي، سماجي، ادبي، ٻارن جا ۽ عورتن جا هئا. ايوب خان 1958ع ۾ جڏهن مارشل لا لڳائي، تڏهن سنڌي پريس تي پابندي وڌي وئي. ون يونٽ جي ڪري سنڌ جي پنهنجي الڳ حيثيت ختم ڪئي وئي، جنهن جو ردعمل انتهائي سخت ٿيو سنڌ جي وڏي وزير عبدالستار پيرزادي، سنڌ اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ خلاف بل اڪثريت سان پاس ڪرايو. سنڌس اهڙي قدم تي ناراض ٿي، سنڌ حڪومت برطرف ڪئي وئي ۽ عبدالستار پيرزادي جي جڳهه تي ايوب کهڙي کي وڏو وزير بنايو ويو. ان وقت جي سنڌ اسيمبليءَ جي اسپيڪر غلام علي ٽالپر کي گرفتار ڪري ٿرپارڪر ۾ قيد ڪيو ويو. ان وقت جيڪو به ون يونٽ جي خلاف ڳالهائيندو هو، ان کي گرفتار ڪيو ويندو هو. انهن ڏينهن ۾ سنڌ جي شاگرد سياست جون سرگرميون تيز ٿي ويون، صحافتي دنيا ۾ به جذباتي منظر نظر آيو. ايوب کهڙي جي اخبار '**نواءِ سنڌ**' کان سواءِ باقي سمورين اخبارون سنڌ جي صورتحال کي پڌرو ڪرڻ لڳيون. سمورين اخبارون ون يونٽ خلاف ايڊيٽوريل لکڻ لڳيون. حڪومت طرفان '**الوحيد**' تي پابندي وڌي وئي. سنڌي ادبي سنگت به ايوبي آمريت خلاف ڀرپور هلائي. سنڌي ادبي بورڊ جا فنڊ بند ڪيا ويا مطلب ته اظهار جي آزاديءَ جا هر طرف رستا بند ڪيا ويا. ڪجهه وقت ڪانپوءِ آمريت جو زور ڪجهه گهٽ ٿيو پر سنڌي اخبارن جو مزاج ساڳيو ردعمل وارو رهيو. 1961ع ۾ ٻوليءَ واري مسئلي تي هڪ ٻيو وڳوڙ اڀريو. نصابي تعليم ۾گهٽتائي ڪري ميٽرڪ کان هيٺ آٺين درجي تائين سنڌي ۽ اردو تعليم کي لازمي ڪيو ويو. سنڌي اخبارون ته اڳ ۾ ئي ايوبي آمريت خلاف سخت رويو رکيو وينديون هيون. مٿان وري هي نئون اشو پيدا ٿي ويو ان کانسواءِ غيرن جي آبادڪاري، سنڌ جي وسيلن تي قبضي ۽ سنڌي ماڻهن جي روزگار تنگ ٿيڻ وارن مامرن کي سنڌي اخبارن اڀاريو. اهڙن مسئلن جي گڏجڻ سان هڪ طوفان جهڙو ماحول پيدا ٿي ويو. 1962ع ۾ سنڌ بلوچستان سان لاڳاپيل اولهه پاڪستان جي اسيمبلي ميمبرن هڪ گڏيل بيان جاري ڪيو ته 9 فبروريءَ تي 'سنڌي ٻوليءَ جو ڏينهن' احتجاج طور ملهايو وڃي. جن شخصيتن ان بل تي دستخط ڪيا، انهن ۾ مير رسول بخش ٽالپر، ميجر افسرالدين، غلام مصطفىٰ جتوئي، مخدوم طالب المولىٰ، شيخ عبدالمجيد سنڌي، قاضي فضل الله، خير بخش مري، غلام رسول جيلاني، مولا بخش سومرو، آغا غلام نبي پٺاڻ ۽ غلام محمد وساڻ شامل هئا. ان وقت روزاني '**مهراڻ**' پنهنجي ايڊيٽوريل ۾ لکيو ته: "حڪومت جي فيصلي سنڌي ٻوليءَ کي جيڪو مقام ڏنو آهي، ان سان عوام جي تباهي يقيني آهي. اخبارن لڳاتار 15 سالن تائين سخت ايڊيٽوريل لکيا، جنهن جو

بدلو سندن سرڪاري رعايتون ختم ڪري ڏنو ويو.

يحيٰ خان ون يونٽ ختم ڪيو ۽ صوبن کي پنهنجي الڳ حيثيت ڏنائين. 1970ع وارين سنڌي اخبارن يحيٰ خان جي ون يونٽ ٽوڙڻ واري قدم کي انتهائي ساراهيو. يحيٰ خان 1962ع وارو آئين به بحال ڪيو ۽ ڪنهن قدر حالتون ٺيڪ ٺيڪ ٿيڻ لڳيون. انهن ئي ڏينهن ۾ ذوالفقار علي ڀٽي کي به سياسي ميدان ڏاهڻ جو موقعو مليو. مارشل لا جي خاتمي سان سنڌي صحافت ۾ به تبديليون اچڻ لڳيون. 'الوحيد' ٻيهر صحافتي دنيا ۾ واپس اچي وئي، پر ٻيهر سندس اهو جوش نه رهيو، جيڪو اڳئين دور ۾ هن اخبار کي حاصل رهيو. ڪجهه عرصي بعد بغير ڪنهن سبب جي اخبار بند ٿي وئي. حيدرآباد مان 'روح رهاڻ' رسالو به هن ئي دور ۾ جاري ٿيو، جنهن جو ايڊيٽر حميد سنڌي هو.

هن ئي دور ۾ 'نواءِ سنڌ' ڪراچيءَ کان حيدرآباد منتقل ٿي روزنامي جي شڪل ۾ آڏو آئي. هلال پاڪستان اخبار جو هڪ وڏو ۽ تاريخي دور رهيو آهي، خاص ڪري 1971ع کان ع تائين وارو دور جڏهن ذوالفقار علي ڀُٽي اخبار خريد ڪري سراج الحق ميمڻ کي ان جو ايڊيٽر مقرر ڪيو. سرڪاري سرپرستي هجڻ باوجود سراج صاحب هن اخبار کي آزاد ۽ خودمختيار نموني هلايو. 1977ع ۾ سراج الحق جنرل ضياء الحق جي فوجي حڪومت کان ڊڪٽيشن وٺن کان انڪار ڪندي ايڊيٽرشپ تان استعيفا ڏني. هلال پاڪستان مختلف دور ڏٺا، جنهن دوران ڪراچيءَ جو ڪاٺياواڙي ميمڻ محمد هاشم، الوحيد جي زماني جو تجربيڪار صحافي شيخ عبدالرحيم، سردار قريشي، ناصر بروهي، شيخ عبدالحليم جوش (شاعر ۽ رٽائرڊ ڊائريڪٽر سنڌ اطلاعات کاتو)، اقبال دل، دستگير ڀٽي، ناليوارو اديب، شاعر ۽ صحافي شمشيرالحيدري، عالم شاهه (پ پ پ جو ڪارڪن، جنهن جو صحافت سان واسطو ڪڏهن نه رهيو) ۽ مدد علي سنڌي هن اخبار جا ايڊيٽر ٿيا. اڄڪلهه هن اخبار جي مالڪي نئي جي شيرازين وٽ آهي ۽ اخبار جو ايڊيٽر اقبال دل آهي. ڪراچيءَ مان نڪرندڙ 'هلال پاڪستان' کي سراج ميمڻ جي زماني ۾ محمود يوسفاڻي، اسلم آزاد، منظور قريشي، دستگير ڀٽي، جي.اين.مغل، نصير اعجاز، محمد خان سيال، انور پيرزادي، فقير محمد لاشاري ۽ ٻين تجربيڪار صحافين جي ٽيم مليل هئي، جن اسسٽنٽ ايڊيٽر، نيوز ايڊيٽر، ميگزين ايڊيٽر، سب ايڊيٽر ۽ رپورٽر وغيره طور اخبار کي سنڀاليو ۽ رنگين ايڊيشن ۽ ميگزين جاري ڪيون ويون ۽ خصوصي خبرن سان نئون انداز ڏنو امر جليل ۽ ٻين مشهور ليکڪن جي ڪالمن جي ڪري به هن اخبار جي مقبوليت بيحد وڌي. سراج ميمڻ سنڌي صحافت ۾ پهريون ڀيرو ڪارٽون کي شايع ڪرڻ جو رواج وڌو. سيد محمود نالي مشهور ڪارٽونسٽ ڪيترائي سال هلال پاڪستان ۾ ڪم ڪندو رهيو ان ڪانپوءِ هڪ ٻيو ڪارٽونسٽ عبدالله ٽيٻو به هن اخبار لاءِ ڪارٽون ٺاهيندو هو هلال پاڪستان ڪانپوءِ ٻين سنڌي اخبارن به ڪارٽونن جو سلسلو شروع ڪيو. 1977ع ۾ مارشل لا لڳڻ ۽ اخبار کي فوجي حڪومت جي تحويل ۾ وٺڻ تائين سراج ميمڻ جي ادارت ۾ هيءَ اخبار 'سنڌ جو آواز' ٿي اُڀري ۽ ماڻهو اخبار وٺڻ لاءِ قطارون ڪري انتظار ۾ بيهندا هئا. 'هلال پاڪستان' جو بدترين دور سردار قريشيءَ وارو اٺ مهينن جو عرصو هو، جڏهن وڏي تعداد ۾ ملازمن ۽ صحافين کي ڪڍيو ويو، خبر ايجنسين جي سروس بند ڪئي وئي ۽ پراڻين اردو اخبارن مان خبرون ترجمو ڪري اخبار ڪڍي ويندي هئي، جنهنڪري اخبار جو وڪرو نه جي برابر وڃي رهيو. هن اخبار کي 67 سال ٿي چڪا آهن. 1991ع ۾ جڏهن علي احمد بروهي 'شيخ سلطان ٽرسٽ' جو وري ڊپٽي ايڊمنسٽريٽر ٿيو ته هن 30 کان وڌيڪ ملازمن ۽ صحافين کي ڪڍي اخبار کي ٽرسٽ کان ڌار ڪري باقي بچيل ملازمن جي حوالي ڪري ڇڏي، جنهن کي 'ملازم شيئر هولڊرس' طور هلائڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا، پر ڪجهه سالن بعد ناڪام ٿي هنن اخبار نئي جي شيرازي ڀائرن کي وڪرو ڪري ڇڏي، جيڪا اخبار اڄا هن وقت به نڪرندي رهي ٿي.

1972ع ۾ ڪراچيءَ مان 'سوجهرو' رسالو جاري ٿيو. هن جي ايڊيٽر گلبانو سلطان هئي. سندس مددگارن ۾ تاج بلوچ، قربان جعفري شامل هئا. اڳتي هلي فهميده ميمڻ (فهميده حسين) ٽوان موضوع آندا، خاص طور عورتن جي سجاڳيءَ تي سندس ادارت ۾ 'سگهڙين سٿ' ۽ 'سوجهري' رسالي اهم ۽ تاريخي ڪردار ادا ڪيو. ان ڪانپوءِ رسالي جي ٽيم ۾ سحر بلوچ (سحر امداد) به شامل ٿي، هينئر اهو رسالو ٻيهر تاج بلوچ جي ادارت ۾ شايع ٿي رهيو آهي. ان کان سواءِ عوامي آواز اخبار ۾ سلطانه وقاصي به عورتن جي صفحي جي ادارت ڪئي. انهن ڏينهن ۾ صحافت زور ورتو. وزيراعليٰ غلام مصطفيٰ جتوئيءَ 'نئون نياپو' حيدرآباد مان جاري ڪرايو. هي رسالو ادبي ۽ معلوماتي ته هو، پر گهڻو ڪري پارٽيءَ جو ترجمان هو ۽ مسعود نوراني اُن کي هلائيندو هو. 1975ع ۾ هڪ قومپرست رسالو 'چارڻ' به حيدرآباد مان جاري ٿيو. اهڙيءَ طرح رسول بخش پليجي 'تحريڪ' نالي ماهوار رسالو جاري ڪيو، جنهن جو ايڊيٽر سيد عالم شاهه هو. هي رسالو مڪمل سياسي هو ۽ شاگرد سياست کي گهڻو فروغ ڏيندڙ هو. هن رسالي کي ناقابل برداشت مواد ڇاپڻ جي الزام ۾ بند ڪيو ويو. هن جي ڊڪليريشن رد ڪري ايڊيٽر کي جيل موڪليو ويو. انهن ڏينهن ۾ عبدالواحد آريسر 'پيغام' نالي هڪ رسالو جاري ڪيو. اُن تي به پابندي هڻي آريسر صاحب کي جيل موڪليو ويو. قومي فڪر جي پرچار ۾ ان رسالي جو هڪ الڳ معيار ۽ تاريخي ڪردار آهي. ان بعد سنڌ سرڪار طرفان 'پيغام' نالي سان رسالو جاري ڪيو ويو، جيڪو اطلاعات کاتي جا آفيسر شايع ڪندا هئا. حيدرآباد مان 1966ع ۾ مشهور اديبن غلام نبي مغل، طارق اشرف، نظير شيخ ۽ منظور قريشي پاران شروع ڪيل 'سهڻي' رسالي جو به علمي، ادبي توڙي سياسي حوالي سان وڏو ڪردار آهي. 1975ع ۾ ان 'سهڻي' رسالي تي پابندي وڌي وئي ۽ ٻن سالن (1977ع) تائين ان جي

اشاعت بند رهي. ان کانسواءِ **’فردوس‘**، **’بادل‘** بہ پنهنجي دور جا مقبول ادبي رسالا رهيا. بادل رسالو پهرين عمرالدين بيدار جاري ڪيو. ان کانپوءِ عبدالحق عظيم جي ادارت ۾ نڪرندو رهيو. ڀُٽي صاحب جي دؤر ۾ سنڌي صحافت جي مرڪزي شهر حيدرآباد مان روزاني **’سنڌ نيوز‘** شايع ٿي. هن اخبار سنڌي صحافت ۾ جدت جا نوان انداز ڏنا. هن اخبار جو ايڊيٽر سينئر صحافي ۽ اديب شيخ عزيز هو. انهن ئي ڏينهن ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري ۾ صحافت جو شعبو پڻ قائم ٿيو. ”ضياءُ الحق جي مارشل لا ۾ ڪا بہ نئين سنڌي اخبار نہ نڪتي، البت رسالا وقفي وقفي سان پڌرا ٿيندا رهيا.“ *(حوالو: مضمون سنڌي صحافت، تاريخ، سفر ۽ ڪردار- طارق عزيز شيخ- ڪلاچي تحقيقي جنرل، مارچ 1999ع)* 1985ع ۾ جوڻيجو حڪومت آئي ۽ قاضي عبدالمجيد عابد سُڌ سماءُ وارو وفاقي وزير ٿيو، جنهن ۾ اخبارن کي ڪنهن حد تائين لکڻ جي آزادي ملي. 1988ع-1989ع کان سنڌي صحافت جو نئون دؤر شروع ٿيو. هن دور ۾ اخبارن کي مڪمل اظهار جي آزاديءَ جو موقعو مليو.

1989ع ۾ سنڌ جي پهرين ڪمپيوٽرائيزڊ اخبار روزاني **’عوامي آواز‘** پڌري ٿي. هن اخبار کي سهيل سانگي، امداد اوڍي، انور پيرزادي ۽ عبدالرحمان نقاش جهڙن ڪامياب صحافين جي ٽيم ملي. جديد اسٽائيل ۽ سهڻي بيهڪ سبب ’عوامي آواز‘ سنڌي صحافت ۾ نواڻ پيدا ڪئي ۽ سمورين سنڌي اخبارن ۾ بلڪل منفرد گيٽ اپ سان اُڀري آئي. هي اخبار صرف ڏسڻ ۾ سهڻي نہ هئي، پر هن سنڌ جا قومي مسئلا پڻ ڪنيا. خاص ڪري نوجوان صحافين کي وڏيڪ اپرڻ جو هن ئي اخبار موقعو ڏنو. 1998ع ۾ سنڌيءَ ۾ عورتن جي لاءِ رسالو سگهڙين سٿ، فهميده حسين ۽ انيسہ رحمان جي ادارت ۾ نڪتو. جيڪو پهريون ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل رسالو هو. بلڪل ساڳئي وقت دستگير ڀٽيءَ جي ادارت هيٺ **’هلال پاڪستان‘** بہ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي پوٽن جي مدد سان اڌ اخبار ڪمپيوٽر تي تيار ڪرڻ شروع ڪئي. سال 1990ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان عورتن لاءِ رسالو ’سرتيون‘ جاري ٿيو. جنهن جي ايڊيٽر گلبدن جاويد مرزا رهي آهي. انَ کان سواءِ سنڌي ادبي بورڊ پاران 60 واري ڏهاڪي ۾ رسالو ’گل ڦل‘ پڻ جاري ڪيو ويو. جيڪو اڃا تائين نڪري ٿو. جنهن جا ايڊيٽر غلام رباني آگرو، انور هالائي، اڪبر جسڪاڻي، طارق عالم ابڙو ۽ ٻيا رهيا آهن. 1990ع ۾ حيدرآباد مان روزاني **’ڪاوش‘** شروع ٿي. هن اخبار رنگين، گهٽ قيمت ۽ تڪڙي رپورٽنگ جي ڪري جلد ئي پنهنجي جڳهہ ٺاهي ورتي. ساڳئي گروپ طرفان **’خادم وطن‘** نالي پهرين سنڌي شام واري اخبار پڻ شايع ٿي. عبرت گروپ پڻ ’خادم وطن‘ جي مقابلي ۾ شام جي **’سنڌو‘** اخبار ڪڍي. 1988ع کان 1991ع تائين ڪجهہ ٻيون اخبارون بہ جاري ٿيون. 1991ع ۾ سراج ميمڻ، غلام قادر پليجي ۽ ڊاڪٽر سليمان شيخ جي ڪوشش سان فقير محمد لاشاريءَ جي ادارت هيٺ ڪراچيءَ مان **’جاڳو‘** اخبار بہ شايع ٿي. ان عرصي دوران حيدرآباد مان غلام حسين سڄاوريءَ **’سرواڻ‘** اخبار ڪڍي، جنهن جو ايڊيٽر عبدالرحمان ميمڻ هو. شهيد بينظير ڀٽو جو پهريون حڪومتي دؤر سنڌي اخبارن جي ترقيءَ وارو دور هو. هن دؤر ۾ سنڌي اخبارون ۽ رسالا ڪثرت سان شايع ٿيا. سنڌي رسالن ۾ هڪ مڪمل سياسي ۽ شعوري رسالو ’ساڃاهہ‘ بہ حيدرآباد مان انهن ئي ڏينهن ۾ جاري ٿيو. جيڪو اڃا تائين جاري آهي، ان جو ايڊيٽر خاڪي جويو آهي. سنڌ جي قومي مسئلن جي ترجمانيءَ جي حوالي سان ’ساڃاهہ‘ جو سٺو ڪردار رهيو آهي. ’عوامي آواز‘ کان الڳ ٿيڻ کانپوءِ امداد اوڍي **’سنڌ سجاڳ‘** اخبار شروع ڪئي. هي ان نالي سان پهريان جيڪب آباد مان رسالو ڪڍندو هو. ان ئي عرصي ۾ **’الوحيد‘** ٽيون ڀيرو جاري ٿي، پر گهڻو عرصو نہ هلي سگهي. سکر مان نڪرندڙ اخبار **’پڪار‘** ڪجهہ وقت ڪراچيءَ مان بہ جاري ٿي، پر پنهنجو وجود گهڻو وقت قائم نہ رکي سگهي. 1993ع جي چونڊن کانپوءِ جڏهن پيپلز پارٽي اقتدار ۾ آئي تہ حيدرآباد مان محترمہ جي نياڻيءَ جي نالي سان **’بختور‘** اخبار جاري ڪئي وئي، هن اخبار جو ايڊيٽر پيپلز پارٽيءَ جو اڳواڻ مولابخش چانڊيو مقرر ٿيو. اڳتي هلي مدد علي سنڌي هن اخبار جو ايڊيٽر رهيو. ڪجهہ عرصو جمال رند بہ هن اخبار کي هلايو. 1994ع ۾ ڪراچيءَ مان **’برسات‘** اخبار جاري ٿي. 1971ع کان **’برسات‘** نالي سان رسالو نڪرندو هو. جنهن کي يوسف شاهين روزاني اخبار بڻايو. هن اخبار جو چيف ايڊيٽر شيخ اياز کي مقرر ڪيو ويو. اڳتي هلي سينئر صحافي نصير اعجاز ان جو ايڊيٽر ۽ بدر ابڙو ائسوسيئيٽ ايڊيٽر ٿيا. 1996ع ۾ يوسف شاهين جي گرفتاريءَ کانپوءِ نصير اعجاز مئنيجنگ ايڊيٽر ۽ بدر ابڙو ايڊيٽر ٿيا. ’برسات‘ اخبار وڏو نالو پيدا ڪيو. جو اها سنڌ جي اهم مسئلن کي نهايت سنجيدگيءَ سان کڻندي هئي ۽ ناليوارا اديب بہ ان ۾ لکندا هئا. برسات سنڌ جي اهم مسئلن تي خاص ميگزين شايع ڪري اخبار سان مفت ڏيندي هئي. 1997ع ۾ مالي مسئلن جي هوندي بہ ان اخبار روزانو رنگين ميگزين ڏيڻ شروع ڪيو. جيڪو ڏهہ مهينا جاري رهيو. ان کانپوءِ اڄ تائين برسات مالي مسئلن جي شڪار آهي، پر اڄ بہ پساهہ کڻي رهي آهي. برسات رسالي کي اخبار ۾ بدلائڻ سان گڏ انگريزيءَ ۾ **’سنڌ ٽربيون‘** نالي اخبار بہ جاري ڪئي وئي، جيڪا ڪجهہ سال هلڻ بعد اڄڪلهہ مالي مسئلن سبب پوئتي آهي.

1995ع ۾ **’سنڌ‘** اخبار شايع ٿي، هن اخبار ۾ نوجوانن جي ٽيم هئي ۽ اخبار سٺي مقبوليت حاصل ڪئي. هن اخبار جو ايڊيٽر رشيد راڄڙ ٿيو. هن وقت اخبار جو ايڊيٽر جعفر ميمڻ آهن. انهن ئي ڏينهن ۾ حيدرآباد مان **’خلق‘** اخبار جاري ٿي. هن اخبار جو ايڊيٽر نوجوان صحافي حسن مجتبيٰ هو. 1990ع واري ڏهاڪي ۾ ٻيون بہ ڪافي نيون اخبارون جاري ٿيون، جن ۾ روزاني اخبار **’هلچل‘** حيدرآباد مان 1998ع ۾ جاري ٿي. هن اخبار جون هينئر چيف ايڊيٽر محمد يونس مهر آهي، روزاني **’ڪوشش‘** 1998ع ۾ ڪاوش گروپ طرفان جاري ٿي، هن اخبار جو ايڊيٽر

رشيد راڄڙ آهي. روزاني ’شام‘ بہ ڪاوش گروپ طرفان 1999ع ۾ جاري ٿي. هن اخبار جو ايڊيٽر ناز سهتو آهي، هي شام جي وقت جاري ٿئي ٿي. روزاني ’تعمير سنڌ‘ ڪراچيءَ مان 1998ع ۾ جاري ٿي. هن اخبار جو هن وقت ايڊيٽر قاضي شهمير آهي، پر هاڻ اها ڊميءَ جي شڪل ۾ آهي. روزاني ’پاڪ سنڌ‘ سکر مان 1993ع ۾ جاري ٿي. هن جو چيف ايڊيٽر رفيق پيرزادو آهي. روزاني ’خبرون‘ لبرٽي پيپرز لميٽيڊ طرفان 2002ع ۾ ڪراچيءَ مان جاري ٿي. هن اخبار جو چيف ايگزيڪيوٽو ضياء شاهد آهي. روزاني ’سوڀ‘ 2004ع ۾ ڪراچيءَ مان شايع ٿي، هن اخبار جو ايڊيٽر ظهير ميراڻي آهي. روزاني ’سُڪار‘ 2005ع ۾ ڪراچيءَ مان جاري ٿي. جيڪا هينئر حيدرآباد مان شايع ٿئي ٿي ۽ ان جو ايڊيٽر شفيق احمد پيرزادو آهي. ان دوران ٻيون بہ ڪيتريون ئي اخبارون جاري ٿيون، جن مان ڪافي بند ٿي ويون، جڏهن تہ ڪجهہ هلندڙ آهن، جن ۾ روزاني ’سچ‘، روزاني ’فيصلو‘، روزاني ’آسرو‘، روزاني ’الڪ‘ وغيره شامل آهن. روزاني ’الڪ‘ ڪراچيءَ مان پهرين مرحوم بشير انصاريءَ جاري ڪئي هئي. اهڙي طرح ’سچ‘ اخبار بہ پهرين ڪراچيءَ مان 1999 ڌاري شروع ٿي، جنهن جو ايڊيٽر آغا سليم هو. انور پيرزادو، بدر ابڙو ۽ نصير اعجاز ان اخبار ۾ ڪالم لکندا هئا. مرحوم علي حسين جمالي، جنهن وڏو عرصو حيدرآباد مان نڪرندڙ ’مهراڻ‘ اخبار جي ڪراچيءَ ۾ نمائندي طور ڪم ڪيو، ’نئون سچ‘ نالي سان پنهنجي اخبار بہ ڪڍي، پر اها ڊمي اخبار طور هلندي رهي. علي حسين جماليءَ جي وفات کانپوءِ اها اخبار ٻين مالڪن وٽ وڪرو ٿي.

1998ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ڪلاچي تحقيقي جرنل، ڊاڪٽر فهميده حسين جي ادارت ۾ نڪتو، جنهن اهو ڏهہ سال باقاعدگيءَ سان هلايو. هن وقت ان جو ايڊيٽر سليم ميمڻ آهي. ساڳيءَ ريت سنڌ ۽ شاهہ لطيف يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبن طرفان ڪينجهر ۽ پيتائي نالي جرنل پڻ جاري ٿيا.

ڪراچيءَ مان ڪافي عرصي ڪان پندرهن روزه ’افيئر‘ بہ جاري ٿي رهيو آهي، هي سنڌ جو بهترين نيوز مئگزين آهي، جنهن ۾ نيوز رپورٽون، ڪرنٽ افيئرس، عالمي صورتحال ۽ سياسي تجزيا اچن ٿا ۽ پڙهندڙن ۾ ڪافي مقبول آهي. هن مئگزين جو ايڊيٽر ڊاڪٽر علي احمد رند آهي. تازو 2 جولاءِ 2012ع کان ايڪسپريس گروپ طرفان حيدرآباد مان روزاني سنڌي اخبار ’سنڌ ايڪسپريس‘ شروع ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ چونڊي چونڊي مشهور صحافي کنيا ويا آهن، جنهنڪري اخبار پڙهندڙن ۾ پنهنجي الڳ جڳهہ ٺاهي رهي آهي. تازو سنڌ ٽي. وي گروپ طرفان روزاني ’جيجل‘ جو اجراءِ ٿيو آهي. جيتوڻيڪ هي اليڪٽرانڪ ميڊيا جي ترقيءَ وارو دور آهي ۽ لاتعداد ٽي. وي چينل، خبرن کان وٺي تفريح جون شيون پيش ڪري رهيا آهن، پر پرنٽ ميڊيا جي اهميت پنهنجي جڳهہ تي برقرار آهي. اڄ بہ وڏي تعداد ۾ اخبارون ڇپجي رهيون آهن ۽ وڪرو ٿي رهيون آهن.

**موجوده وقت جون سنڌي اخبارون ۽ رسالا:**

سنڌ حڪومت جي اطلاعات کاتي جي رڪارڊ موجب هن وقت صوبي مان 114 اردو اخبارون، 34 انگريزي اخبارون، هڪ گجراتي ۽ هڪ پشتو اخبار نڪري ٿي، جڏهن تہ سنڌي اخبارن جو ڪل تعداد 66 آهي. پشتو اخبار ڊمي آهي، جڏهن تہ گجراتي اخبار جي بہ ڪا گهڻي سرڪيوليشن ڪانهي. اردو ۽ سنڌي اخبارن ۾ بہ گهڻو انگ ڊمي اخبارن جو آهي. هيٺ سنڌي اخبارن جي نالن جي فهرست ڏجي ٿي:

(1) آس (حيدرآباد)، (2) آسرو (حيدرآباد)، (3) اپيل (ڪراچي)، (4) آئينو (ڪراچي)، (5) اگهتي قدم (ڪراچي)، (6) روزاني عوامي آواز (ڪراچي)، (7) روزاني عوامي آواز (سکر)، (8) عوامي سوچ (ڪراچي)، (9) عوامي فورم (ڪراچي)، (10) عوامي محاذ (ڪراچي)، (11) روزاني برسات (ڪراچي)، (12) بيسٽ (گهوٽڪي)، (13) عوامي پرچار (ڪراچي)، (14) ڀٽائي چينل (ڪراچي)، (15) بجيٽ (سکر)، (16) ڌرتي (ڪراچي)، (17) ايڪتا (ڪراچي)، (18) روزاني فيصلو (حيدرآباد)، (19) فاسٽ ٽائيم (لاڙڪاڻو)، (20) گراف (حيدرآباد)، (21) روزاني هلچل (ڪراچي)، (22) هاڪ (حيدرآباد)، (23) روزاني هلال پاڪستان (ڪراچي)، (24) هاري (ڪراچي)، (25) روزاني عبرت (حيدرآباد)، (26) جاڪوڙ (ڪراچي)، (27) روزاني جاڳو (ڪراچي)، (28) روزاني جيجل (حيدرآباد)، (29) روزاني خبرون (ڪراچي)، (30) روزاني ڪوشش (حيدرآباد)، (31) روزاني ڪاوش (حيدرآباد)، (32) لوڪ (ڪراچي)، (33) روزاني مهراڻ (حيدرآباد)، (34) مومل (ڪراچي)، (35) روزاني مقدمو (ڪراچي)، (36) مراد (ڪراچي)، (37) نئون سچ (ڪراچي)، (38) نواءِ سنڌ (ڪراچي)، (39) نجات (سکر)، (40) پاڪ (ڪراچي)، (41) روزاني پاڪ سنڌ (سکر)، (42) پاڪ سوچ (سکر)، (43) پرهہ (ڪراچي)، (44) ڪلامِ سنڌ (ڪراچي)، (45) سچ (حيدرآباد)، (46) سڌ (ڪراچي)، (47) سنڌ (حيدرآباد)، (48) روزاني سوڀ (ڪراچي ۽ حيدرآباد)، (49) سرواڻ (حيدرآباد)، (50) سنڌ پوسٽ (ڪراچي)، (51) سنڌ افيئرس (ڪراچي)، (52) سنڌ گزيٽ (ڪراچي)، (53) سنڌ لائين (ڪراچي)، (54) سنڌ اسپيشل (ڪراچي)، (55) صداءِ سنڌ (ڪراچي)، (56) سنڌ ڌرتي (ڪراچي)، (57) سنڌ ٽاڪس (ڪراچي)، (58) روزاني سنڌو (حيدرآباد)، (59) سنڌو (ڪراچي)، (60) سنڌ سجاڳ (ڪراچي)، (61) سنڌ جو آواز (حيدرآباد)، (62) روزاني سُڪار (حيدرآباد)، (63) تعمير سنڌ (ڪراچي)، (64) واديءِ مهراڻ (ڪراچي)، (65) واڪا (ڪراچي) ۽ (66) شڪتي (ڪراچي).

سنڌين جي پنهنجين انگريزي اخبارن ۾ ڪراچيءَ مان ست اٺ سالن کان نڪرندڙ ’ريجنل ٽائيمز‘ شامل آهي، جيڪا مرحوم قاضي سعيد اڪبر جاري ڪئي هئي. يوسف شاهين 1994 ڌاري انگريزي اخبار ’سنڌ ٽربيون‘ هاڻي بس پساهہ کڻي رهي آهي. سنڌس پندرهن وار انگريزي

رسالو '**بزنيس اينڊ فنانس انٽرنيشنل**' ڪجهه سالن جي اشاعت کانپوءِ بند ٿي چڪو آهي. '**ڪاوش**' اخبار جي مالڪن ڏهاڪو سال اڳ ڪراچيءَ مان '**دي مِرر**' نالي انگريزي اخبار جاري ڪئي، پر سنت ئي بند ڪري ڇڏي. هنن 1991ع ڌاري هڪ انگريزي '**ٽيبلائڊ**' هفتيوار رسالو جاري ڪيو هو، پر اهو به جلد ئي بند ٿي ويو. ستر ۽ اسيءَ وارن ڏهاڪن ۾ مرحوم سيد غلام مصطفيٰ شاهه ته ماهي انگريزي رسالو '**سنڌ ڪوارٽرلي**' هلايو، انهن ۾ سنڌ جي حوالي سان اهم مضمون شامل هوندا هئا.

روزانين سنڌي اخبارن کانسواءِ ماهوار، پندرهن وار ۽ هفتيوار رسالا به نڪرن ٿا. سنڌ حڪومت جي اطلاعات کاتي جي رپورٽ مطابق مجموعي طور 309 ماهوار رسالن جا ڊڪليريشن جاري ٿيل آهن، جن ۾ 9 کانسواءِ باقي سڀ اردو ۽ انگريزيءَ جا آهن. اهڙيءَ طرح 34 پندرهن وار رسالن مان فقط چار سنڌي آهن ۽ 141 هفتيوار رسالن مان ڇهه سنڌي آهن. ڪُوڪ جي نالي سان هڪ سرائڪي ٻوليءَ جو رسالو به نڪري ٿو. سنڌي رسالن جا نالا هن ريت آهن:

**ماهوار رسالا:** الفاروق (ڪراچي)، بختاور (ڪراچي)، همرچو (ڪراچي)، انڊس لائين (ڪراچي)، ڪومل (ڪراچي)، ڪارونجهر (ڪراچي)، لاشار (لاڙڪاڻو)، ساڻيهه (ڪراچي)، ويچ (ڪراچي) ۽ ويساهه (ڪراچي). هن لسٽ ۾ ڪراچيءَ مان شايع ٿيندڙ ٻه رسالا سوجهرو ۽ نئون نياپو شامل ناهن، جيڪي شايد غلطيءَ سان رهجي ويا هوندن. سنڌ حڪومت جي اطلاعات کاتي پاران به هڪ ماهوار رسالو 'پيغام' سنڌيءَ ۾ ۽ 'اظهار' اردوءَ ۾ شايع ٿئي ٿو.

**پندرهن وار رسالا:** افيئر (ڪراچي)، عبرت (حيدرآباد)، سنڌ گرين (حيدرآباد) ۽ سنڌ ٽاپڪ. سنڌ جو اطلاعات کاتو به هڪ سنڌي پندرهن وار رسالو '**سنڌ منظر**' جي نالي سان سال ڏيڍ کان شائع ڪري رهيو آهي.

**هفتيوار:** ڌرتيءَ جو آواز، جذبو (بدين)، ماگهه (ٽنڊو محمد خان)، ماروئڙا (حيدرآباد)، پرهه ڦٽي (گهوٽڪي)، سنڌو ڊائجيسٽ (حيدرآباد).

ان کان سواءِ سڳنڌ، بيداري، ساٿي، سرمست قلندر، شعور، سفير سنڌ، پرک، هزار داستان، سامي سماچار ۽ ڪجهه ٻيا رسالا به شائع ٿين ٿا، جن جا نالا سرڪاري لسٽ ۾ شامل نه آهن.

سنڌي اخبارن ۽ رسالن جو تعداد ان کان به وڌيڪ هو، پر مالي مسئلن سبب اهي بند ٿيندا ويا. فوجي حڪمران جنرل پرويز مشرف جي زماني ۾ وڏي تعداد ۾ اهڙين اخبارن ۽ رسالن کي بند ڪيو ويو، جيڪي صرف ڊڪليريشن بچائڻ لاءِ ڊميءَ جي شڪل ۾ موجود هئا. سنڌ جي ضلعي هيڊڪوارٽرن مان به ڪي سنڌي اخبارون مقامي سطح تي ڇپبيون هيون، پر انهن جي به بند ٿيڻ جا اطلاع آهن. سنڌي اخبارن ۽ رسالن جو ايترو تعداد ٻڌائي ٿو ته پاڪستان جي اصل ٻولين مان فقط سنڌي ئي آهي، جنهن ۾ ايتري وڏي تعداد ۾ اخبارون ۽ رسالا ڇپجن ٿا.

سنڌ کان سواءِ انڊيا ۾ به ڪيترائي سنڌي رسالا ۽ اخبارون شائع ٿيندا رهيا آهن ۽ هن وقت به نڪرن پيا. ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ جي گل حيات انسٽيٽيوٽ جي انگن اکرن موجب سنڌي صحافت جي اڻويهين صديءَ ۾ شروعات کان وٺي 1980ع تائين سنڌ ۽ انڊيا ۾ نڪرندڙ اخبارن ۽ رسالن جو انگ 888 آهي. سنڌس انسٽيٽيوٽ جي ويب سائيٽ تي انهن اخبارن ۽ رسالن جا نالا ايڊيٽرن جي نالن سميت موجود آهن.

هن وقت انڊيا مان نڪرندڙ اخبارن ۽ رسالن جا نالا هي آهن: روزاني هندو (احمد آباد)، روزاني زندگي سماچار (احمد آباد)، هفتيوار سنڌي احوال (احمد آباد)، هفتيوار راشٽريه پريم (احمدآباد)، هفتيوار ڇڻگون (احمد آباد)، هفتيوار سنڌي ٽائمز (اُلهاس نگر)، هفتيوار مهراڻ (سنڌونگر)، ماهوار اکنڊ سنڌو سنسار (ڀوپال)، هفتيوار هندواسي (ممبئي)، روزاني دانڪ فرض (ڀوپال)، هفتيوار زندگي (احمد آباد)، هفتيوار سچائي (احمد آباد)، سنڌو هلچل (داموهه)، روزاني ليڊر ايڪسپريس (اُلهاس نگر)، سنڌي گلستان (دهلي)، گنگا آشرم، روزاني نگرواسي ۽ ٻيون ڪيتريون ئي.

**سنڌي اليڪٽرانڪ ميڊيا (ٽي وي ۽ ريڊيو):**

**ٽي وي:** پاڪستان ۾ ريڊيو ته ملڪ ٺهڻ وقت به هو پر ٽي وي چينل 1964 کان شروع ٿيو. يورپ ۽ آمريڪا ۾ ٽيليويزن ٻي مهاڀاري جنگ کان به اڳ تجرباتي بنيادن تي شروع هئي، پر 1940ع ۾ ان جي باقاعدي پروگرام اچڻ لڳا ۽ 1950ع کان 1960ع تائين ٽيليويزن ڇانئجي وئي. پاڪستان ۾ اصل ۾ 1956 ۾ ٽي وي اسٽيشن قائم ڪرڻ جو پلان ٺهيو، جنهن تي هڪ صنعتڪار واجد عليءَ ڪم ڪيو ۽ 1961 ۾ ملڪ جي خانگي شعبي جي پهرين ٽي وي اسٽيشن قائم ڪرڻ لاءِ ٽيليويزن براڊڪاسٽنگ ڪمپني قائم ڪئي. 26 نومبر 1964 تي ان ٽي وي چينل تان پهرين خبر نشر ٿي. ان ڪمپنيءَ ۾ پنجاهه سيڪڙو شيئر حڪومت جا هئا. 1971 ۾ ذوالفقار علي ڀُٽي جي حڪومت ۾ ان ٽي وي چئنل کي قومي تحويل ۾ ورتو ويو. هن چينل تان سنڌي پروگرام يا خبرون ڪونه هلنديون هيون، پر قومي تحويل ۾ اچڻ کانپوءِ روزانو 25 منٽ پروگرام ۽ پنج منٽ سنڌي خبرون هلڻ شروع ٿيون. سنڌي اليڪٽرانڪ ميڊيا تي سنڌي خبرون پهريون ڀيرو انيس ميمڻ 1972ع ۾ پڙهيون. ان کانپوءِ ان شعبي ۾ سحر امداد، فوزيه قريشي، رشيده هميراڻي، تاج بلوچ، ممتاز شيخ، خليل چنا ۽ سليم ميمڻ سنڌي خبرون پڙهڻ جاري رکيون. ان سان سنڌي خبرن جو شعبو ڪراچي سينٽر تي قائم ٿيو، جنهن ۾ سنڌي نيوز پروڊيوسر ۽ نيوز ڪاسٽر مقرر ڪيا ويا. اهو شعبو اڄ به قائم آهي ۽ پنج منٽ سنڌي خبرون روزانو نشر ڪيون وڃن ٿيون. جنرل پرويز مشرف جي حڪومت ۾ 2002ع ۾ خانگي شعبي کي ٽي وي چينل قائم ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي، جنهن کانپوءِ سنڌي ٻوليءَ جو تاريخ جو پهريون ٽي. وي چينل '**ڪي. ٽي. اين**' (ڪاوش ٽيليويزن نيٽ ورڪ) قائم ٿيو ان کان ٻه سال پوءِ آڪٽوبر 2004 ۾ '**سنڌ ٽي وي**' جي شروعات ٿي ۽ پوءِ **آواز ٽي وي، ڌرتي ٽي وي ۽ مهراڻ ٽي وي چئنل** قائم

ٿيا. ڪي ٽي اين اڳتي هلي ڪي ٽي اين نيوز جي نالي سان صرف خبرن لاءِ هڪ چينل مخصوص ڪري ڇڏيو ۽ ڊرامن لاءِ ڪي ٽي اين ۽ موسيقيءَ لاءِ ڪشش چينل قائم ڪيو. ساڳيءَ طرح سنڌ ٽي ويءَ خبرن لاءِ الڳ چينل مخصوص ڪيو. ڪي ٽي اين، آواز، سنڌ ٽي وي ۽ ڌرتي ٽي وي جا هيڊڪوارٽر ڪراچيءَ ۾ آهن، جڏهن ته مهراڻ ٽي وي حيدرآباد جو پهريون ٽي وي چينل هجڻ جي حيثيت ۾ اتي قائم آهي. ڪي ٽي اين اسلم قاضي ۽ علي قاضيءَ قائم ڪيو. آواز ٽي وي جو مالڪ سڪندر جتوئي ۽ سنڌ ٽي وي جو مالڪ ڊاڪٽر ڪريم راڄپر آهي. جڏهن ته مهراڻ ٽي وي سابق ڪاموري غلام نبي مورائيءَ قائم ڪئي. ڌرتي ٽي ويءَ جا مالڪ بدلبا رهيا آهن. ان جي شروعات ۾ اڳوڻو ڪامورو عبدالقادر منگي قائم ڪرڻ وارن ۾ شامل هو. هن وقت ڪي ميمڻ واپاري ان کي هلائي رهيا آهن. ٽي وي چينلن سان سنڌ جي صحافت ۾ وڏي تبديلي اچي وئي، جو ماڻهن کي ڪجهه منٽن اندر تازيون خبرون ملي وڃن ٿيون. انهن چينلن جو سڄي ملڪ ۾ ۽ خاص طرح سنڌ ۾ رپورٽرن ۽ نمائندن جو نيٽ ورڪ نهيل آهي. وڏي تعداد ۾ صحافي ۽ ڪئميرامين ميدان ۾ اچي ويا آهن. انڊيا ۾ سنڌين جو فلم ۽ ٽيليويزن جي شعبي ۾ وڏو ڪم ٿيل آهي. سنڌي ٻوليءَ لاءِ آشا چاند ۽ ٻين دوستن به ڪوششون ڪيون آهن. هنن 'سنڌي سڄڻ' ۽ 'سنڌي ڪچي ٽيليويزن' شروع ڪيون، جڏهن ته دُور درشن ٽي ويءَ تان به سنڌي پروگرام شروع ڪرايا.

**ريڊيو:** اليڪٽرانڪ ميڊيا ۾ ريڊيو جو به اهم ڪردار آهي. 1920 ۾ ريڊيو جي ايجاد کان ٿورن ورهين بعد 1926 ۾ هندستان ۾ ريڊيو ڪمپنيءَ ڪم شروع ڪيو ۽ اڳتي هلي ان آل انڊيا ريڊيو جي شڪل ورتي. گڏيل هندستان ۾ لاهور ۽ پشاور ۾ ريڊيو اسٽيشنون به قائم ٿيون جيڪي پوءِ پاڪستان جي حصي ۾ آيون. 1948 ۾ راولپنڊي ۽ ڪراچيءَ ۾ ريڊيو اسٽيشنون قائم ڪيون ويون. ڪراچي ريڊيو نئين سطح جو هو جنهن کي 1950 ۾ وڌايو ويو. 1951 ۾ حيدرآباد ريڊيو اسٽيشن جو بنياد رکيو ويو. 1974 ۾ خيرپور ريڊيو جو بنياد رکيو ويو جڏهن ته 1995 ۾ وزيراعظم بينظير ڀٽو لاڙڪاڻي ۾ ريڊيو جو افتتاح ڪيو. فوجي صدر جنرل پرويز مشرف جي زماني ۾ 2002 ۾ جڏهن خانگي شعبي ۾ ايف ايم ريڊيو قائم ڪرڻ جي اجازت ڏني ان جا لائسنس نيلام ذريعي ڏنا ويا ته سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سنڌي ايف ايم ريڊيو قائم ٿي ويا. انهن ئي ڏينهن ۾ ريڊيو پاڪستان جو هڪ ايف ايم ريڊيو ٿرپارڪر ضلعي جي هيڊڪوارٽر مٺيءَ ۾ به قائم ڪيو ويو. خانگي شعبي ۾ ايف ايم ريڊيو ڪراچي، نوري آباد، حيدرآباد، ٽنڊي محمد خان، ٽنڊو آدم، نوابشاهه، دادو، خيرپور، لاڙڪاڻي، شڪارپور، گهوٽڪي، ڪشمور ۽ عمرڪوٽ ۾ قائم آهن. ڪراچيءَ کي ڇڏي باقي هنڌن تي ريڊيو تان سنڌي پروگرام ۽ خبرون نشر ٿين ٿا. انهن ايف ايم ريڊيو جو ويب سائٽون به آهن ۽ انهن تان به لائيو پروگرام ٻڌي سگهجن ٿا. انٽرنيٽ اها به سهولت پيدا ڪئي آهي ته ويب ريڊيو به هلائي سگهجي ٿو. ان سهولت جو فائدو وٺندي امداد اوڍي لنڊن مان سنڌي ريڊيو وائس آف سنڌ ويب تي شروع ڪيو آهي. هوڏانهن ممبئيءَ ۾ 'ريڊيو سنڌي' ڪيترن ئي سالن کان هلي رهيو آهي، جنهن جا ڇهه چينل آهن. وائيس آف سنڌ ريڊيو خبرون، انٽرويو ۽ حالاتِ حاضرا جا پروگرام نشر ڪري ٿو. ريڊيو پاڪستان تان سنڌي پروگرام ته شروع کان ئي نشر ٿيندا هئا، پر سنڌي خبرن جو سلسلو بعد ۾ هليو. وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽي جي ڏينهن ۾ ريڊيو پاڪستان جي خبرن کي مرڪزيت سبب اسلام آباد مان نشر ڪيو ويندو هو. تنهنڪري سنڌي خبرون به اتان ئي نشر ڪيون وينديون هيون. هن وقت به ريڊيو پاڪستان تان صبح، منجهند ۽ شام جو پنج کان ست منٽن جا ٽي سنڌي نيوز بليٽن نشر ڪيا وڃن ٿا. سنڌ جون ڪيترين ئي مشهور شخصيتون ريڊيو پاڪستان سان لاڳاپيل رهيون آهن: امر جليل، آغا سليم، عنايت بلوچ، نثار ميمڻ، نصير مرزا، عبدالله ويسر، مراد علي مرزا، نصير مرزا ۽ ٻيا ريڊيو تي وڏن عهدن تي رهيا. مرتضىٰ سولنگي 2008 کان 2013 تائين پاڪستان براڊڪاسٽنگ ڪارپوريشن جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر رهيو. هو پهرين پرنٽ ميڊيا ۾ هو پر پوءِ آمريڪا هليو ويو جتي هن وائس آف آمريڪا لاءِ ڪم ڪيو هو. اهڙيءَ طرح جاويد سومرو ڪراچيءَ ۾ انگريزي اخبار دي نيوز ۾ ڪجهه سال ڪم ڪرڻ ڪانپوءِ گذريل ڏهاڪو سالن کان لنڊن ۾ بي بي سي لاءِ ڪم ڪري ٿو. اهڙي طرح اعجاز مهر ڪراچيءَ جي سنڌي اخبارن کي ڇڏي اسلام آباد ۾ بي بي سيءَ لاءِ ورهين کان ڪم ڪندو رهيو.

**صحافت ۾ سنڌي عورتن جو ڪردار:** هندستان جي ساهتيه اڪيڊمي دهليءَ پاران ڇپرايل ڪتاب 'انڊين لٽريچر' ۾ 'ورهاڱي ڪانپوءِ واري سنڌي ادب' بابت لکندي، ايل ايڇ اجواڻي چوي ٿو ته "ورهاڱي کان اڳ سنڌي ادب ۾ عورتن جو وجود ورلي هو. اهي شاعري ته ڪونه ڪنديون هيون، پر جيڪڏهن نثر ۾ ڪنهن لکيو، ته به اهي ٻين لاءِ ڄڻ ته عجوبو هونديون هيون. اجواڻيءَ جي ان ڳالهه جي روشنيءَ ۾ اندازو ٿي سگهي ٿو ته ورهاڱي کان اڳ صحافت ۾ به سنڌي عورتون بلڪل ڪونه هيون. بهرحال ساڌو هيرانند، ديوان ڪوڙي مل چندن مل ۽ ٻين، سنڌي عورتن ۾ تعليم وڌائڻ لاءِ تمام گهڻي ڪوشش ڪئي ۽ عورتن لاءِ لکيو. ساڌو هيرانند 1890 ۾ 'سُڌار پتريڪا' نالي سان هڪ رسالو جاري ڪيو هو جيڪو عورتن لاءِ سنڌ مان جاري ڪيل پهريون رسالو چيو وڃي ٿو. اهو گُرمکي لپيءَ ۾ نڪرندو هو. ورهاڱي ڪانپوءِ سنڌ توڙي هند ۾ سنڌي ادب ۽ صحافت ۾ عورتن سرگرميءَ سان حصو وٺڻ شروع ڪيو. 1957ع ۾ بيگم زينت عبدالله چنا، جيڪا مشهور سماجي اڳواڻ به هئي، تنهن حيدرآباد مان عورتن لاءِ ماهوار سنڌي رسالو 'مارئي' جاري ڪيو. اهڙيءَ طرح اڳتي هلي بيگم خديجا خانم داؤدپوٽو ماهوار 'اديون' جي نالي سان رسالو جاري ڪيو. جيڪو شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد پوٽي جي ياد ۾ ڪڍيو ويو هو. 1980ع ڌاري ان رسالي جو ايڊيٽر عمرالدين بيدار ۽ بيگم خديجا خانم داؤدپوٽو جي پبلشر هئي. ٻه ٽي

سال هلڻ بعد اهو رسالو بند ٿي ويو ۽ وري 2002ع ڌاري عمرالدين بيدار ڪجهه شمارا ٻيهر ڪڍيا. 1980ع ڌاري 'اديون' رسالي جي اسسٽنٽ ايڊيٽر فريده بشير هئي. اهو رسالو پهرين ڪراچيءَ مان، پوءِ حيدرآباد ۽ وري ڪراچيءَ مان ڪڍيو ويو هو. انهن رسالن ۾ گهڻو ڪري ڪهاڻيون، شاعري ۽ مضمون شايع ٿيندا هئا، جن سنڌي عورتن ۾ لکڻ جو اُتساهه پيدا ڪيو. انهن رسالن ڪانسواءِ سنڌي اخبارن ۾ عورتن جي لاءِ الڳ خاص صفحا به شايع ٿيڻ شروع ٿيا. ستر واري ڏهاڪي ۾ حيدرآباد مان نڪرندڙ اخبار عبرت ۾ محترمه زيد اَي شيخ عورتن جي صفحي جي انچارج هئي. هوءَ مشهور صحافي شيخ عزيز جي ڀيڻ هئي. ستر واري ڏهاڪي ۾ ئي ڪاڪي دولت مهتاڻيءَ سنڌي رسالو 'سوجهرو' جاري ڪيو. انهن سنڌي ادبي رسالن ۾ جديد رنگين ڇپائيءَ سبب نواڻ آندي. ان رسالي جي ايڊيٽر گل بانو سلطان هئي، اُن رسالي ۾ اسسٽنٽ ايڊيٽر فهميده ميمڻ ڪان سواءِ ٻين خواتين ۾ شيرين فاروقي، ارشاد قمر، زهره انصاري، ڪملا مهتاڻي ۽ نرگس لطيف مختلف ڀاڱا ايڊٽ پئي ڪيا، جن ۾ سوال جواب، رڌ پچاءُ، ڪالم، فيشن ۽ ٻارن جو صفحو شامل هئا. هن رسالي جي ڪري ٻيون ڪيترين ئي سنڌي ليکڪائون متعارف ٿيون. ڪجهه وقت ڪان پوءِ هن رسالي جي اسسٽنٽ ايڊيٽر سحر بلوچ بڻي. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي موجوده چيئرپرسن ڊاڪٽر فهميده حسين (ان وقت فهميده ميمڻ) جو به سنڌي صحافت ۾ تمام گهڻو ڪردار رهيو آهي، جو هوءَ حيدرآباد مان شايع ٿيندڙ رسالي 'بادل' ۾ 1968 ڪان 1972 تائين عورتن جي صفحي جي انچارج رهي. ان ڪانپوءِ جڏهن هلال پاڪستان اخبار ڪراچيءَ مان جديد ڇپائيءَ تحت جاري ٿي ته ان ۾ به 1972 ڪان 1984 تائين هوءَ عورتن جي صفحي جي انچارج رهي. ان صفحي جو نالو هو 'سُگهڙين سٿ'. اهڙيءَ طرح 1992 ڪان 1995 تائين هوءَ 'جاڳو' اخبار ۾ عورتن جي صفحي جي انچارج رهي. 2000ع جي ڏهاڪي ۾ هوءَ عوامي آواز اخبار ۾ باقاعدي هفتيوار ڪالم لکندي هئي. 1989ع ڪان 1990ع تائين 'سُگهڙين سٿ' نالي سان هن ماهوار رسالو ڪراچيءَ مان جاري ڪيو، جنهن جي هوءَ چيف ايڊيٽر هئي، جڏهن ته اديبه ۽ شاعره انيسه رحمان (انيس ميمڻ) مئنيجنگ ايڊيٽر هئي. هي سنڌي رسالن ۾ پهريون ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل رسالو هو، جنهن جي ڪمپوزنگ ڪندڙ به هڪ عورت شاعره عطيه دائود هئي ته پبلشر به انيسه رحمان هئي. رسالي ۾ نسيم حيدري، تسنيم پٺي، رضيه ڪوکر ۽ ٻيون سنڌي عورتون توڙي مرد لکڻ وارن ۾ شامل هئا. فهميده حسين ميمڻ ريڊيو پاڪستان تان 1968ع ڪان 2010ع تائين سنڌي سيڪارڻ، خبرن جو ترجمو ڪرڻ ۽ اسڪرپٽ لکڻ جو سلسلو به جاري رکيو. مهتاب اڪبر راشدي 1974ع ڪان 1980ع تائين پي. ٽي. وي ۽ ريڊيو سان وابسته رهي. 1980ع واري ڏهاڪي ۾ ئي سنڌي شاعره سلطانه وقاصي، جيڪا ڪراچيءَ جي هڪ سرڪاري ڪاليج ۾ پڙهائيندي هئي، ڪجهه وقت هلال پاڪستان جي عورتن واري صفحي جي انچارج رهي.

اسي جي ڏهاڪي ۾ حيدرآباد مان شاعره نذير ناز طرفان ناري پبليڪيشن قائم ڪري 'ناري' نالي رسالو جاري ڪيو ويو، جنهن جي ايڊيٽر نذير ناز ان جا ڪيترائي پرچا جاري ڪيا. 1990ع ۾ زرينه حسين ناريجو جي ادارت هيٺ پندرهن وار رسالو 'صبح ٿيندو' جاري ٿيو جنهن جو ڊڪليريشن ته لاڙڪاڻي جو هو پر شايع ڪراچيءَ مان ٿيندو هو هڪ اڌ عورت ڪانسواءِ باقي مواد مرد ليکڪن جو هوندو هو. سمورو مواد گهڻو ڪري سياسي نوعيت جو هوندو هو. 1994 ڌاري ڪراچيءَ مان ماهوار رسالو 'پرک' جاري ٿيو جنهن جي مئنيجنگ ايڊيٽر شگفته منصور هئي. هن وقت سنڌي ادبي بورڊ جي رسالي 'مهراڻ' جي ايڊيٽر ثمينه ميمڻ آهي. ورهاڱي ڪانپوءِ سنڌي ادب ۾ ته وڏي تعداد ۾ عورتون اُڀري آيون ۽ شاعري ۽ ڪهاڻي ڪيتر ۾ وڏو نالو ڪمايائون، پر باقاعده صحافيءَ طور فيلڊ ۾ ورلي ڪي آيون. ڪراچيءَ جي پراڻن سنڌين مان هڪ سنڌياڻي ڪنهن اخبار جي فوٽوگرافر به هئي (جنهن جو نالو نه ملي سگهيو آهي). ان ڪانپوءِ نفيسه هُودڀائي پهرين پروفيشنل صحافي ڇئي سگهجي ٿي جنهن انگريزي اخبار ڊان ۾ اسٽاف رپورٽر طور سورهن سال ڪم ڪيو. هوءَ 1990 واري ڏهاڪي جي پڇاڙيءَ ڌاري شادي ڪري آمريڪا هلي وئي، جتي پڻ وائس آف آمريڪا لاءِ ڪم ڪري رهي آهي. 1980 واري ڏهاڪي ۾ ئي ڪراچي يونيورسٽيءَ مان پڙهيل سنڌياڻي لالہ رُخ به ڪيترائي سال سرڪاري خبرو ايجنسي ايسوسيئيٽيڊ پريس آف پاڪستان ۾ اسٽاف رپورٽر طور ڪم ڪيو ۽ پوءِ آمريڪا هلي وئي. سندس وڏا اصل شڪارپور جا هئا. ڪجهه سال اڳ آمريڪا ۾ هوءَ گذاري وئي. تعليم وڌڻ ۽ اخبارن رسالن ۾ لکڻ جا موقعا ملڻ سبب ڪيترين ئي سنڌي عورتن پنهنجي ٻين سرگرمين ۽ نوڪرين سان گڏ اخبارن لاءِ انٽرويو ڪرڻ ۽ مضمون لکڻ شروع ڪيا هئا. انهن ۾ عطيه دائود، صفيه سنڌو، ڪلثوم سنڌي ۽ ڪي ٻيا نالا شامل آهن. 1990 ڪان حيدرآباد مان ڪاوش اخبار شروع ٿيڻ سان به ڪيترين سنڌي عورتن مضمون لکي سياسي ۽ سماجي تجزيه نگار طور نالو ڪڍيو، جن ۾ امر سنڌو، عرفانه ملاح، بينا شاهه، انيتا شاهه، گلشن لغاري، وينگس، حسين مسرت شاهه، فوزيه بانو، سحر گل پٺي، تانيه ٿيٻو، شبنم گل ۽ زاهده گوپانگ شامل آهن. سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿيندڙ عورتن جو رسالو 'سرتيون' 1999ع ۾ جاري ٿيو، جنهن جي ايڊيٽر گلبدن جاويد مرزا آهي. عبرت اخبار جو عورتن لاءِ رسالو 'بختاور' نالي 1990ع ڌاري جاري ٿيو جنهن جي ايڊيٽر شهلا اسد عباسي هئي. ڪاوش گروپ طرفان 'هالار' نالي سان هڪ رسالو عورتن لاءِ جاري ڪيو ويو، جنهن جي ايڊيٽر عابده ظفر عباسي هئي. ان دور ۾ ڪن سنڌياڻين اخبارن ۾ به ڪم ڪرڻ شروع ڪيو سنڌ جي ڏهاڪي ۾ انيس ميمڻ، سحر بلوچ ۽ فوزيه قريشي پي. ٽي. وي تان خبرون پڙهيون، 80 ۽ 90 واري ڏهاڪن ۾ پي ٽي وي تي ٻارن جي سنڌي پروگرام 'روشن تارا' ۾ مهتاب راشدي ۽ رخسانه عاقلاڻي ۽ ٻين چوڪرين ميزباني ڪئي. 1997ع ڌاري طاهره بلوچ

حيدرآباد ۾ ڪاوش اخبار لاءِ ڪم شروع ڪيو. جنهن بعد ڪراچيءَ ۾ ساڳي اخبار ۾ ڪم ڪيائين. هوءَ پوءِ اسلام آباد هلي وئي. جتي هن حيدرآباد جي اخبار 'سنڌ' ۽ ڪراچيءَ جي اخبار 'هلچل' جي بيورو چيف طور ڪم ڪيو. هن وقت به هوءَ سنڌ ٽي ويءَ لاءِ ڪم ڪري رهي آهي. 'سنڌ ٽي ويءَ' لاءِ ئي هڪ سنڌياڻي ڇوڪري 'آسيه بلوچ' سکر ۾ سال کن کان رپورٽر طور ڪم ڪري رهي آهي: عنبرين هيسباڻيءَ 'خادم وطن' ۽ 'ڪاوش' اخبارن ۾ ڪم ڪيو ۽ اهڙي طرح ٽي وي جي نيوز ڪاسٽر نازيه ميمڻ اليڪٽرانڪ ميڊيا ۾ اچڻ کان اڳ ڪاوش اخبار ۾ ڪم ڪيو. 'وينگس' اجا به حيدرآباد جي 'عبرت' اخبار ۾ ڪم ڪري ٿي. صنوبر گل اُنڙ 'عبرت' ۽ 'سنڌ' اخبارن لاءِ ڪم ڪندي رهي آهي. جيجل اخبار جي حيدرآباد آفيس ۾ خان محمد پنهور جي نياڻي سهڻي پارس ڪم ڪري رهي آهي. ڪراچيءَ مان هن وقت 'مومل' نالي اخبار نڪري ٿي، جيڪا اڳ ۾ مرحوم آزاد جتوئيءَ ايڊٽ ڪندو هو. سندس گذاري وڃڻ ڪانپوءِ ان جي ادارت جي ذميداري حسينه جتوئيءَ ڪنئي آهي. سنڌي اخبارن لاءِ ڪم ڪندڙ سنڌياڻين ۾ گلبدن آصف مصراڻي، پرهه منگي، فهميده جروار، شاهه پروين ابرو، ساجده چانڊيو، زاهده تاج ابڙو ۽ شيرين زنئور به شامل آهن. نصرت ف. م لاشاري، نازنين علي حسن چانڊيو، ارم درس، سعيده چانڊيو، سعيده بشير چانڊيو، زيبا لاشاري، امرتا سومرو، پرهه سڪينه گاد، ناياب سرڪش سنڌي ۽ مهوش عباسي مختلف اخبارن ۾ لکي رهيون آهن. ڪراچيءَ جي انگريزي اخبار 'دي نيوز' ۾ عذرا سيد نالي سنڌياڻي ڪجهه ورهيه رپورٽر طور ڪم ڪيو جنهن بعد هوءَ لنڊن هلي وئي. 'ڊان' اخبار ۾ بينا شاهه ڪالم نگار آهي، جنهن جو تعلق مٽيارين جي چاموٽ خاندان سان آهي. قاضي سعيد اڪبر جڏهن ڪراچيءَ مان 2002 ڌاري انگريزي اخبار 'ريجنل ٽائمز' شروع ڪئي ته شيرين سومرو نالي سنڌياڻيءَ ان ۾ ڪيترائي سال نيوز ايڊيٽر طور ڪم ڪيو. جنهن بعد هوءَ اين جي او سيڪٽر ۾ هلي وئي. هن وقت لاڙڪاڻي جي مهرالنساءِ سومرو ڪراچيءَ ۾ سنڌي ٽي وي چئنل 'ڪي ٽي اين' جي اسٽاف رپورٽر طور ڪم ڪري رهي آهي. 2001ع ڌاري شبنم نواز پڻ پي ٽي وي کان پنهنجي ڪيريئر جو آغاز ڪيو. ڪمپيئرنگ بعد هوءَ اداڪاريءَ جي ميدان ۾ هلي وئي. ڪي ٽي اين ۾ هڪ ٻي رپورٽر صبا بجير به ڪم شروع ڪيو آهي. ان ڪانسواءِ ڪراچيءَ جي مشهور شخصيت محمد صادق ڪڏي واري گهراڻي جي نياڻي ماريه اسماعيل ميمڻ به گذريل ٽن سالن کان صحافت ۾ آهي ۽ مختلف اخبارن لاءِ رپورٽنگ ڪندي رهي آهي. هن وقت هوءَ 'عوامي آواز' اخبار جي ڪورٽ رپورٽر آهي. ان لحاظ کان هوءَ پهرين سنڌي ڪورٽ رپورٽر آهي. سنڌي ٽي وي چينلن ڪيترين ئي سنڌي ڇوڪرين کي اڳتي اچڻ جو موقعو ڏنو آهي، جنهنڪري هو نيوز ڪاسٽر طور ڪم ڪري رهيون آهن. اُنهن ۾ سبين ميمڻ، ناجيه ميس، ندا ابڙو، صنم سنڌي، شمائله، شگفته، نوميتا گل، طوبيٰ گهمرو ۽ ٻيون شامل آهن. شاعر سرڪش سنڌيءَ جي ڌوهٽي مرڪ چانڊيو سنڌ ٽي وي نيوز جي ڪرنٽ افيئرز ۾ ڪيترو عرصو ڪم ڪيو ماهين هيسباڻي پڻ مختلف سنڌي چئنلن تي پروگرامن جي ميزباني ڪئي آهي.

سنڌ کان ٻاهر به ڪيترين ئي سنڌياڻيون صحافت ۾ سرگرم آهن. ڪرشما واسواڻي، جنهن جي مائٽن جو تعلق حيدرآباد سان هو سنگاپور ۾ ڄائي، هانگ ڪانگ ۾ پڙهي ۽ ممبئيءَ ۾ بي بي سيءَ جي پهرين بزنيس رپورٽر طور ڪم ڪيائين. هن وقت هوءَ ملائيشيا ۾ بي بي سيءَ جي نمائندگي ڪري ٿي. ترشا ديوي آمريڪا ۾ ڄائي ۽ پڙهي ۽ ڇهن ملڪن ۾ سندس مضمون ڇپجن ٿا. هوءَ سنڌين جي انگريزي ميگزين 'بيانڊ سنڌ' لاءِ به لکندي رهي ٿي. رچنا پيرپوري فلپائن ۾ جنم ورتو اولهه آفريڪا، آمريڪا ۽ ٻين ملڪن ۾ رهي ۽ هاڻي 'بيانڊ سنڌ' مئگزين جي پبلشنگ ايڊيٽر آهي. هوءَ مضمون به لکي ٿي. پُشپا مورچاڻي جئپور، راجستان ۾ ڄائي ۽ پوءِ ممبئيءَ ۾ زندگي گذاريائين. هوءَ سرينام ۽ ڪينري آئيلينڊس ۾ به رهي. 2002 ۾ واپس آئي. ٻارن لاءِ ڪمپيوٽر بابت ۽ ڪتاب ۽ سنڌي ڪاڏن بابت ڪتاب ڇپيل اٿس. هوءَ به 'بيانڊ سنڌ' ميگزين لاءِ لکي ٿي. پُوجا ڪياڻي 'بيانڊ سنڌ' رسالي جي فيچر ايڊيٽر آهي. مشهور سنڌي ليکڪ سندري اُتمچنداڻيءَ جي خاندان سان واسطو رکندڙ پوجا اوڪيناوا جپان ۾ ڄائي ۽ مارڪيٽنگ ڪميونيڪيشن ۾ گريجوئيشن ڪيل اٿس. بئنڪاڪ ڄائي پُوجا ڪشناڻي 'بيانڊ سنڌ' رسالي جي ويب ڊزائنر آهي. نيتو ساٻناڻي ميرچنداڻي ڪيليفورنيا ۾ ڄائي ۽ پڙهي. هوءَ 'بيانڊ سنڌ' رسالي جي اسٽاف رائيٽر آهي. بئنڪاڪ ڄائي مارڪيٽنگ گريجوئيٽ مونيڪا گرباڻي، منيلا ۾ ڄائي ۽ ڪيليفورنيا جي ڪميونيڪيشن گريجوئيٽ دينا ساٻناڻي ۽ منيلا ڄائي ڪنچن شهدادپوري به ان ساڳي رسالي لاءِ لکن ٿيون. ڪنچن دبئيءَ ۾ گلف نيوز اخبار جي مارڪيٽنگ ايگزيڪيوٽو رهي چڪي آهي. هڪ ٻي سنڌياڻي انجلي ڪرپالاڻي، جيڪا ممبئيءَ ۾ ڄائي ۽ مائٽن سان گڏ ڏکڻ آفريڪا ۽ لاگوس (نائجيريا) ۾ رهي، تنهن کي ڪارپوريٽ سيڪٽر ۾ نوڪري نه وڻي ۽ صحافت ۾ هلي آئي. هن ڏکڻ آفريڪا جي 'اوپرا ميگزين' لاءِ آرٽيڪل لکيا ۽ اُتان جي لوٽس ايف ايم ريڊيو لاءِ ڊراما به لکيا. 2005ع کان انڊيا ۾ فري لانس صحافيءَ طور ڪم ڪرڻ سان گڏ ريڊيو لاءِ به ڪم ڪيائين. هن وقت هوءَ انڊيا جي اين ڊي ٽي ويءَ جي رپورٽر آهي. آل انڊيا ريڊيو سان وينا شرنگيءَ جو 80 واري ڏهاڪي کان لاڳاپو رهيو آهي. هيءَ سنڌي نيوز سان گڏ ڪيترا سنڌي پروگرام ڪندي رهي آهي. هن ريڊيو دهليءَ سان وابسته پنهنجي يادن تي مشتمل ڪتاب 'منهنجي پيشي جا گل و خار' به ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. وينا جي ڀيڻ شالني ساگر به ريڊيو دهليءَ سان وابسته آهي ۽ سنڌي پروگرام ڪندي رهي ٿي. هيري ٺڪر جي گهرواري پوجا ٺڪر پڻ وڏو عرصو خبرن واري شعبي سان وابسته رهي. ان کان سواءِ ڪِڪويلا نالي هڪ سنڌياڻي به ان شعبي سان وابسته رهي.

اهڙيءَ ريت ٻين شعبن وانگر سنڌي عورتن به صحافت جي شعبي ۾ پاڻ ملهايو آهي.

# واڌارا/ سڌارا

## (اڳين جلدن ۾ ضروري واڌارا ۽ درستيون)

| درستي/ اضافي معلومات تصوير | داخلاجي سهوَ | عنوان | سٽ | ڪالم | صفحو | جلد نمبر |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ايم. اي 1988ع ۾ پاس ڪئي | ايم. اي 1987ع | اڪبر لغاري | | 1 | 229 | 1 |
| وفات: 30 آڪٽوبر 2014ع | - | الستي، عبدالغفور | | 2 | 241 | 1 |
| وفات: 4 آگسٽ 2014ع | - | بيگم اشرف عباسي | | 2 | 522 | 1 |
| وفات 12 ڊسمبر 2013ع | | توفيق علي منگي | | 1 | 342 | 2 |
| وفات: 14 ڊسمبر 2013ع | - | ٺاڪر چاولا | | 2 | 527 | 2 |
| وفات: 10 مئي 2014ع | - | داد محمد خادم بروهي | | 2 | 652 | 2 |
| سندس پورو نالو حسني سيد پير غلام جيلاني شاهه جيلاني آهي. | - | پير غلام شاهه جيلاني | | 2 | 361 | 3 |
| هتي هر سال ٽن ڏينهن جو شاهه گودڙيي جو ميلو لڳندو آهي. | هتي هر سال ٽن ڏينهن جو گاجي شاهه جو ميلو لڳندو آهي. | درگاهه شاهه گودڙيو | 26 | 2 | 100 | 5 |
| ايف پي بند قنبر شهدادڪوٽ جي تعلقي قبو سعيد خان جي علائقي چڪيءَ ويجهو شروع ٿي منڇر تي ختم ٿئي ٿو. هي بند کيرٿر جبل مان وهي ايندڙ نين جي پاڻيءَ مان قنبر شهدادڪوٽ، لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن جي ميداني علائقن کي ٻوڏ کان روڪيندو آهي. | - | ايف. پي. بند | - | 1 | 505 | 5 |
| وفات: 24 مارچ 2014ع | - | راشد مورائي | | 2 | 69 | 6 |
| وفات: 16 اپريل 2014ع | - | رفيق سومرو | | 1 | 246 | 6 |
| وفات 11 ڊسمبر 2013ع | | روشن جي (موسيقار) | | 1 | 317 | 6 |
| تعليم کاتي ۾ سبجيڪٽ اسپيشلسٽ رهيو آهي ۽ وڪالت جي شعبي سان پڻ لاڳاپيل آهي. | ايچ ايس ٽي آهي... | ٻگهيو، سرور نواز | 21 | 1 | 522 | 6 |
| وفات: 29 اپريل 2014ع | - | سانگي، علي گل | | 1 | 69 | 7 |

| | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| 7 | 122 | 1 | | ستار پيرزادو | ’آواره‘ شيخ اياز جي شاعريءَ جو ترجمو | ’آواره‘ شيخ اياز جي ڪهاڻين جو اردو ترجمو |
| 7 | 261 | 2 | 37 | سرور سيف | سرور شيخ | سرور سيف |
| 8 | 94 | 1 | | ’سنڌ جي ميلن جي ڏسڻي‘ | خوش خير محمد فقير جو ميلو (ڪرونڊي) خيرپورميرس | هي ميلو 18 ذوالحج کان ملهايو ويندو آهي. |
| 8 | 153 | 2 | | سوڀو گيانچنداڻي | - | وفات: 8 ڊسمبر 2014ع |
| 8 | 321 | 1 | - | سيد علي انور شاهه اجمل | - | غلطيءَ سان جهانپور جي صوفي شاعر انور شاهه بخاريءَ جي تصوير لڳي وئي آهي. |
| 8 | 517 | 1 | | دريا خان فقير | - | ڏسو: دريا خان ڪلهوڙو<br>ص: 518 |



# فهرست

[نوٽ: جلد نائين جا صفحا وڌيڪ ٿي وڃڻ ڪري ’سنڌي ادب‘ جو باب هتي نہ ڏنو ويو آهي، جيڪو جلد ڏهين ۾ ڏنو ويندو.]



# ڪتابيات (Bibliography)

## سنڌي ڪتاب:


1. آڏواڻي، پيرومل مهرچند، ’سنڌ ۽ سنڌي‘، 1994ع.
2. آڏواڻي، پيرومل مهرچند، ’سنڌ جي هندن جي تاريخ‘ (ٻاڳو پهريون ۽ ٻيو)، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 2006ع.
3. آڏواڻي، پيرومل مهرچند ’قديم سنڌ‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 2007ع.
4. آسانند، مامتورا، ’هنج جڳن موتي‘، (ادبي مضمون)، الهاسنگر 1985ع.
5. آشا دُرگا پوري، ’ساهت درپن‘، 1986ع.
6. آگرو، غلام رباني، ’ٿيا قلب قرار‘، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 2013ع.
7. ابڙو، بدر، ’سنڌ جي جهنگلي جيوت‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد 2009ع
8. ابڙو، بدر، ’سنڌوءَ جو سفر‘، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 1989ع.
9. ابڙو، بدر، ’ڪوهستان جو سفر‘، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ، 2009ع.
10. ابڙو، بدر، ’منڇرگورک گاج دنيا‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2011ع.
11. ابڙو، بدر، ’هنگلاج ۽ لاهوت‘، سنگر پبليڪيشن، ڪراچي، 2008ع.
12. احسان دانش، ’لاڙڪاڻو-تاريخي ۽ تحقيقي مطالعو‘، ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي، لاڙڪاڻو، 2005ع.
13. ادراڪي بيگلاري، ’بيگلارنامہ‘، سنڌي ترجمو: محمد صديق ميمڻ، سنڌالاجي، 1983ع
14. ادراڪي بيگلاري، ’مثنوي چنيسر نامہ‘، ايڊٽ: سيد حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي، 1956ع
15. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر ’لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ‘، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1977ع.
16. اليگزينڊر، ڪننگهام /عطا محمد ڀنڀرو ’سنڌ-هند جي قديم جاگرافي‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2007ع.
17. انڍڙ، عبدالوحيد، ڊاڪٽر ’سکر ڊسٽي‘، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي، مئي 2011ع.
18. انڍڙ، عبدالوحيد، ڊاڪٽر ’ملفوظات مالڪان المعروف گنجينہ عرفان جو سنڌي ترجمو‘، حافظ الملت اڪيڊمي، خانقاه عاليہ پرچونڊي، 2008ع.
19. انصاري، اشتياق، ’جتي ماڻڪ ماڳ‘، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2009ع.
20. انصاري، اشتياق، ’ڌرتي ماتا‘، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2001ع.
21. انصاري، اشتياق، ’سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا‘، ڀاڱو I، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2003ع.
22. انصاري، اشتياق، ’سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا‘، ڀاڱو II، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2011ع.
23. اي. ايڇ. ائٽڪن/ حسين بادشاه، ’سنڌ گزيٽيئر‘، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2006ع.
24. اي. جي. اُتم، ’سڄاڳ سنڌ‘، (سنڌ جي قومي هلچل بابت مضمون)، ممبئي، 1984ع.
25. ايڇ. ٽي. ليمبرڪ، ’سنڌ مسلمانن جي فتح کان اڳ‘، ترجمو: سومار علي سومرو، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، 1984ع
26. ايڇ. ٽي. ليمبرڪ، ’سنڌ- هڪ عام جائزو‘، ترجمو: سليم احمد، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، پهريون ڇاپو 1982ع، ٻيو ڇاپو 1992ع.
27. ايليٽ، ايڇ. ايم، ’سنڌ جي تاريخ‘، ترجمو: عطا محمد ڀنڀرو، نيشنل بُڪ فائونڊيشن، اسلام آباد، 2000ع.
28. بخاري، حاڪم علي شاهه/ محمد عثمان ميمڻ ’بلوچستان جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2012ع.
29. بخاري، حاڪم علي شاهه/ محمد عثمان ميمڻ، ’سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري- I‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2008ع.

30. بخاري، حاڪم علي شاھ/ محمد عثمان ميمڻ، ’سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري- II‘ (قلمي)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد.

31. بخاري، حاڪم علي شاھ/ محمد عثمان ميمڻ، ’سنگيت سنسار‘ (فرهنگ موسيقي)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2008ع.

32. بدوي، لطف الله، ’تذڪره لطفي‘ (ٽي جلد)، آر.ايڇ احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد، 1953ع، 1946ع، 1943ع.

33. برنارڊ ليوس، ’عرب تاريخ جي آئيني ۾‘، ترجمو: محمد احمد منصور عباسي، نئون نياپو اڪيڊمي، ڪراچي، 2013ع

34. بروهي، داد محمد خادم، ڊاڪٽر، ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب جو اڀياس“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2012ع.

35. بکري، مير معصوم / مخدوم امير احمد، ’تاريخ معصومي‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.

36. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’دودو چنيسر‘ (جلد 1)، سنڌي ادبي بورڊ، 1976ع

37. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’دودو چنيسر‘ (جلد 2)، سنڌي ادبي بورڊ، 1977ع

38. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’ڊاڪٽر بلوچ جا مقالا‘ (تاريخ)، نوادرات کاتو، حڪومت سنڌ، 2012ع

39. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’رهاڻ هيرن کاڻ‘ (ٻه ڀاڱا، ڏهه جلد)، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، 2012ع

40. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سپ رنگ‘، ثقافت کاتو سنڌ حڪومت، ڪراچي، جون، 2012ع

41. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سنڌ جا قديم آثار ۽ تاريخ‘، (مرتب: مانجهي، محمد علي)، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، 2012ع

42. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سنڌ جي مڇي‘ (مڇي جي مڇيءَ جو مطالعو)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 1995ع

43. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سنڌي ٻولي جي مختصر تاريخ: قديم دور کان سمن جي دور تائين‘، پايونير پريس، حيدرآباد، 1962ع

44. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ‘، شاهه عبداللطيف ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه، حيدرآباد، 2003ع

45. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سومرن جو دؤر‘ (ٻه ڀاڱا)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع

46. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر (مرتب) ’چچ نامو‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2007ع

47. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر/ مير علي شير قانع ٺٽوي، ’تحفة الڪرام‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2004ع

48. بلوچ، نبي بخش خان، ’ميين شاهه عنات جو ڪلام‘، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1963ع

49. ٻُلو، مومن، ’چارلس نيپيئر کان محمد ميان سومري تائين‘، پاڪستان هيريٽيج پرزرويشن اينڊ پروموشن سوسائٽي (PHPPS)، حيدرآباد، 2003ع

50. ڀاڀاڻي، ڪيرت، ’ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ جو مستقبل‘، مارئي فائونڊيشن، حيدرآباد، 1988ع

51. ڀاڀاڻي، ڪيرت، ’پيهي منجهه پاتار‘، آرميڪ سنڌي ساهتيه پرچار يوجنا، پونا، 1985ع

52. ٻرڙو، محبت، ڊاڪٽر/ سبط حسن، ’مُوسيٰ کان مارڪس تائين‘ (ترجمو)، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2012ع

53. ڀاٽيا، لڇمڻ (مرتب)، ’آڳاٽو ادب: سنڌو جوت 22-21‘، 2004ع

54. ڀاڳت، اياز، ’سنڌ جي تاريخ‘ (تخليق ڪائنات کان حضرت نوح تائين)، جلد پهريون، حصو پهريون، اياز ڀاڳت اڪيڊمي، لاڙڪاڻو، 2012ع

55. ڀاڳت، اياز، ’سنڌ جي تاريخ: سنڌ سلطنت‘، جلد پهريون، ڀاڱو ٻيو، اياز ڀاڳت اڪيڊمي، لاڙڪاڻو 2013ع

56. ڀاڳت، اياز، ’سنڌ ۾ رهندڙ ذاتيون، قومون ۽ قبيلا‘، مهراڻ پبليشرز، ڪراچي، 2010ع

57. ڀڳوان، اٽلاڻي، ’سنڌيت وڏي يا ملڪ؟‘، (ٻولي، ادب ۽ سماج بابت مضمون)، 2004ع

58. ڀنياڻي، ارجن، ’سنڌي، فلمي دنيا ۾‘، نيشنل ڪائونسل سنڌي لئنگئيج، وڊودرا (بڙودا)، ڀارت 2005ع.

59. ڀنيرو، عطا محمد، ’ٺٽي جا ڪاتب‘ (ترجمو)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2004ع

60. ڀنيرو عطا محمد، ’سنڌ تي سڪندر جي ڪاهه‘، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2013ع

61. ڀنيرو، عطا محمد، ’سنڌو لکت ۽ ٻولي‘، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 1994ع

62. ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي، ’سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ‘، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1972ع

63. پيرو مل مهرچند آڏواڻي، 'سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ'، گلشن پبليڪيشن حيدرآباد، ڇاپو ٽيون، 2003ع
64. تاج صحرائي، 'پٽي لوڪ' (رگويد جي دؤر جا سنڌي وڻجارا ناڪئا)، سنڌ ايڊيوڪيشن ٽرسٽ حيدرآباد، 1996ع
65. تاج صحرائي، 'سنڌو تهذيب' ڪيرٽر پبلشرز، دادو، 1989ع
66. تميمي، رسول بخش، 'ٺٽو صدين کان'، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2003ع
67. تنيو شمس الدين، ڊاڪٽر 'سنڌ جا دوائن وارا فصل، وڻ ۽ ٻوٽا'، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2012ع
68. تنيو شمس الدين، ڊاڪٽر 'سنڌ جا فصل: جديد پوک ۽ پيداوار'، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2007ع
69. تيجسنگهه سولنڪي، 'امرڪوٽ- سنڌ جو اتهاس'، گلشن پبليڪيشن حيدرآباد، ڇاپو ٻيو، 2004ع
70. ٽالپور، شير محمد، 'تن سان لڌي لال' ( نقشبندي بزرگن جي سوانح حيات)، لنواري شريف ادبي بورڊ ڪميٽي، مارچ 1999ع
71. ٽالپور، محمد جمن، ڊاڪٽر، 'سنڌ جا اسلامي درسگاهه'، صوبائي هجره ڪميٽي، سنڌ ثقافت کاتو سنڌ حڪومت، 1982ع
72. ٺٽوي، حاجي محمد حسين، مترجم: عبدالرسول قادري ڊاڪٽر 'تذڪرت المراد'، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2006ع
73. پٺاڻ، ممتاز، حسين، ڊاڪٽر، 'تاريخ سنڌ عرب دؤر' (جلد ٽيون)، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2009ع
74. پوپٽي، هيراننداڻي، 'زنده سا قوم رهندي' (سنڌيت جي هلچل بابت مضمون)، 1975ع
75. پليجو عبدالحئي، 'عالمي عجائبات'، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2004ع
76. پنهور، ايم. ايڇ، 'تصوير سنڌ'، ترجمو: عمر سومرو، ڪراچي، 2006ع
77. پنهور، ايم. ايڇ، 'پيرائتي سنڌ ڪٿا'، (سنڌيڪار: عمر سومرو)، عمر سومرو اڪيڊمي، ڪراچي، 2011ع
78. پنهور، ايم. ايڇ، 'سومرا راڄ گهراڻو'، (سنڌيڪار: عمر سومرو)، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، 2010ع
79. پنهور، خان محمد، 'ٻري جن ٻاري'، سنڌي ادبي بورڊ، 1995ع
80. جروار، محمد خان ، 'زرعي سائنس'، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2011ع
81. جوتواڻي، اميشوري، پروفيسر 'امنگن جا آبشار'، (سير، سفر ۽ سنڌيت جي هلچل بابت)، پونو، 1993ع
82. جوشي شيام داس، پروفيسر 'منهنجي ڪهاڻي منهنجي زباني'، شيام سندر رليجس بڪ ٽرسٽ، ممٻئي، 2010ع
83. جوڻيجو تنوير، 'سماجيات جا اصول'، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو، 1981ع
84. جوڻيجو عبدالجبار، ڊاڪٽر، 'زنبيل'، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2012ع
85. جوڻيجو عبدالجبار ، ڊاڪٽر، 'لاڙ جو مطالعو'، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1991ع
86. جويو محمد ابراهيم، 'سنڌ جا مون سپنن ۾ سوچي'، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2012ع
87. جويو محمد ابراهيم، 'سيڪيولرزم ۽ عقليت پسندي'، سي. پي. سي. ايس، حيدرآباد، 2007ع
88. جويو محمد ابراهيم، 'وحشي جيوت جا نشان'، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1994ع
89. جي. آر. هنٽر/ پنهور عطا محمد، 'سنڌو لکت جو بين الاقوامي لکتن سان لاڳاپو'، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 1995ع
90. جي.ڊبليو سمٿ، 'سنڌ گزيٽيئر-ڪراچي ضلعو' (انگريزي)، ڪراچي، 1919ع
91. ڄامڙو ڪمال، 'سنڌوَ جا گيت'، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2008ع
92. ڄيٽلي، مرليڌر ۽ ڄيٽلي ڪرشنچند، 'ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لکاوٽ- سنڌي ٻولي جون ليپيون'، اکل ڀارتيه سنڌي ساهتيه ودوت پرشد، دهلي 1999ع
93. چانڊيو خادم حسين، 'سنڌ سڄي سرهاڻ'، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2011ع
94. چانڊيو خادم حسين، 'نوابشاهه کان شهيد بينظير آباد تائين'، سؤ ساله جشن، ضلعو شهيد بينظير آباد، 2012ع
95. چيتن ماڙيوالا، 'قديم سنڌ جي تجارتي تاريخ'، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2004ع

